# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

جلد ستون

(س-ا)

چيف ايڊيٽر ۽ نگرانِ اعليٰ

پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين



سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ.

2013ع

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي اشاعتي سلسلي جو ڪتاب نمبر- 198


ڪتاب جو نالو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ستون (س-ا)
ڇاپو پهريون: اپريل 2013ع
ڇپيندڙ: پيڪاڪ پرنٽرز، ڪراچي، سنڌ
ڇپائيندڙ: سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ
تعداد: 1000
مُلهه: 1600/- روپيا

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو جلد ستون، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي سيڪريٽري،
تاج جويي، اداري جي آفيس، حيدرآباد سنڌ مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

Catalogue Reference
Encyclopaedia Sindhiana: Vol: VII
Sindhi Language Authority,
Hyderabad, Sindh, Pakistan

ISBN: 978-969-625-001-2

Encyclopaedia Sindhiana: Volume: VII (س-ا)



First Edition: April, 2013
Quantity: 1000
Price: Rs.1600/-
Printed by: Peacock Printers, Karachi, Sindh.
Published by: Taj Joyo, Secretary, Sindhi Language Authority,
National Highway, Hyderabad, Sindh, Pakistan.
Phone: 92-22-9240050/53, Fax: 92-22-9240051
Website: www.encyclopediasindhiana.org, www.sindhila.org
E-mail: sindhianacell@gmail.com, sindhila@yahoo.com

ڊاڪٽر غلام علي الانا انسائيڪلوپيڊيا ريسرچ سينٽر ۾ ڪم ڪندڙ ريسرچر

**صائمہ يوسف بلوچ - زينت ياسمين چانڊيو - راسيہ بشارت ميمڻ**

**سارنگ درس - علي نواز آريسر - دليپ ڪمار**

**سردار علي شاهہ - شهباز منصور ڪنير - محمد حسن ميمڻ**

مذهبي داخلائون

**فيض محمد پتافي 'سڪندري'**

مواد موڪليندڙ مهربان

- ڊاڪٽر انور فگار هَڪڙو (چام شورو)
- قاضي محمد شوڪت قريشي (هالا)
- ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو (جيڪب آباد)
- عبدالله خان جيسر (لليا پتڻ، مورو)
- پروفيسر سرور سيف (پنو عاقل)
- پروفيسر فدا حسين مگسي ڍهار (دادلوءِ)
- حڪيم غلام رسول لاڪو (مورو)
- عبدالجبار 'عبد' (شڪارپور)
- محمد حسن وساڻ (سانگهڙ)
- استاد لغاري (ڪپرو)
- پير ڪرم الله انصاري (ماتلي)
- فقير علي اڪبر ميمڻ (نورائي شريف)
- عزيز رانجهاڻي (جوهي)
- شبير حسن گبول (جاني گبول.ڏهرڪي)
- علي اڪبر جويو (قمبر)
- ڊاڪٽر لياقت مگسي (دادو)
- غلام نبي ناشاد (خانواهڻ)
- حڪيم غلام رسول لاڪو (ٽنڊو محمد خان)
- غلام مرتضيٰ ڪلوڙ (سراءِ/ پنو عاقل)
- محمد عرس اظهر سولنگي (دادو)
- يارو مل امراڻي سوٿهڙ (چيلهار)
- مجيد نائچ (اسلام آباد)
- نور احمد جنجهي (ٿرپارڪر)
- طارق عزيز شيخ (ڪراچي)
- نفيس احمد شيخ ( حيدرآباد)
- محمد علي ڏيپلائي (حيدرآباد)
- اشتياق انصاري (حيدرآباد)
- ستار پيرزادو (ڪراچي)
- حافظ احمد الدين انڙ (حيدرآباد)
- مخدوم سليم الله صديقي (حيدرآباد)
- محبوب علي پٽي (حيدرآباد)
- اُستاد امير علي: راڄي (حيدرآباد)
- دليپ ڪوٺاري ( مٺي)
- پروفيسر اعجاز علي شاهہ (حيدرآباد)
- مرزا منظور علي بيگ (حيدرآباد)
- نور محمد پٽو (حيدرآباد)
- الطاف جوکيو (محرابپور)
- ملڪ محسن خاصخيلي (ڪوٽ غلام محمد)
- ماڻڪ ملاح (سڪرنڊ)
- ارڏو اترادي (ڪنڌڪوٽ)
- ڊاڪٽر سرور خاصخيلي (نوابشاهہ)
- عامر پٽي (لائبررين، هولي اٿارٽي)

گرافڪس ڊزائينر

**تولارام سوٿهڙ - عرفان علي ميمڻ**

ڪمپيوٽر آپريٽر

**نظير احمد چانڊيو - رحيم پاشا خواجہ**

**ناصر قاضي**

اشاعتي نگراني

**امين لغاري**
ڊائريڪٽر، پبليڪيشن ۽ پراڊڪشن بيورو

**خان محمد جروار**
انچارج پبليڪيشن آفيسر

مارڪيٽنگ شعبو

**محمد ابراهيم ڪنير**
مارڪيٽنگ مئنيجر

**فياض احمد ميمڻ**
سيلز اسسٽنٽ

# ارپنا

علامه آءِ. آءِ. قاضي

۽

ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي

جي نالي،

جن سنڌ ۾ ادبي ۽ علمي

ادارن جا بنياد وڌا ۽

اُنهن کي مستحڪم ڪيو.

# ناشر پاران

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو ھي ستون جلد اوھان جي ھٿن ۾ آھي ۽ اٺون جلد پريس ۾ آھي، جيڪو پڻ تمام جلد، مھيني کن ۾، اوھان تائين پھچي ويندو- ائين اسين پنھنجي وعدي جي پورائيءَ ڏانھن وڌندي دلي اطمينان ۽ خوشيءَ جي احساس سان پنھنجي ماءُ ٻوليءَ سان ڪمٽمينٽ تي پورو لھڻ واري واٽ تي گامزن آھيون. ھن جلد ۾ سنڌي الف ب جي 52 اکرن مان اڻاويھين اکر 'س' تي ٻڌل آھيون. دنيا جي اڪثر ٻولين ۾ 'س' يا انگريزي 'S' جي اچار سان سڀ کان وڌيڪ لفظ ملن ٿا. اوھين ڪا بہ ڊڪشنري يا انسائيڪلوپيڊيا کڻي ڏسو ان ۾ وڌ ۾ وڌ داخلائون اُن اُچار جون ملنديون. ھن اُچار يا اکر سان سنڌيءَ ۾ اڪثر مثبت معنيٰ وارا لفظ ملندا 'سَ' يا 'سُ' اڳياڙي ان جو واضح ثبوت آھي، جيئن 'ڀاڳ' مان اَڀاڳ يا نڀاڳ ناڪاري ۽ سَڀاڳ ھاڪاري معنيٰ رکندڙ لفظ آھن. ساڳيءَ طرح 'پت' مان 'ڪُپت' ۽ 'سُپت' لفظ نھيل آھن. اھو اکر سنڌيءَ ۾ (۽ ٻين ٻولين ۾ بہ) اڪثر نالن ۾ استعمال ٿيندو آھي، ان ڪري ھن اکر تي ڪم ڪرڻ شروع ڪيوسين تہ معاملو ھڪ جلد کان وڌي ٻن تي پھتو وري جڏھن 'سنڌ' لفظ تي آياسين تہ ان کي بہ ھڪ جلد ۾ پورو ڪرڻ ممڪن نہ پئي لڳو. بھرحال ھاڻي توھان کي 'س' اکر جا بہ لاڳيتا جلد پيش ڪيا ويندا، جنھن کانپوءِ 'سنڌ' تي گڏ ڪيل مواد جي ترتيب عمل ۾ ايندي. ھونئن تہ ھن سموري انسائيڪلوپيڊيا جو 80 سيڪڙو سنڌ جي تاريخ، جاگرافي، تھذيب، ثقافت، ماڻھن، مڪانن، وڻن ٽڻن، ٻوٽن، جاندارن- ھر ھڪ شيءِ جو احاطو ڪري ٿو پر خود لفظ 'سنڌ' پنھنجي شھہ رڳ سنڌو نديءَ سميت صدين بلڪ ھزارين سالن جي وجود جي ساک پري ٿو ان جي باري ۾ ھڪ جامع ۽ مڪمل جلد جو ھئڻ وقت جي اھم ضرورت آھي، جنھن سان نہ صرف اُن جي سونھن، قدامت ۽ شاھوڪاريءَ کي پڌرو ڪري سگھجي ٿو بلڪ ھڪ ترت ۽ مڪمل حوالاجاتي مواد (ready reference material) طور اُن کي ساھہ سان سانڍي رکي سگھجي ٿو.

اسان جي 'ڊاڪٽر غلام علي الانا انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا ريسرچ سينٽر' جي ڪارڪنن جي ڏينھن رات محنت، سموريءَ سنڌ مان مواد موڪليندڙ سڄڻن جي ڪاوشن ۽ ايڊيٽرن پاران ضروري وڌ ڪٽ ۽ واڌارن سڌارن کانپوءِ، پراجيڪٽ ڊائريڪٽر، ايڊيٽر ۽ چيف ايڊيٽر جي سوڌ سنوارَ ۾ جيترو وقت ٿو لڳي، ان کان وڌيڪ وقت ڪمپيوٽر تي رنگين ڇپائيءَ لاءِ تياريءَ جا مرحلا، گرافڪس ڊزائيننگ ۽ پرنٽنگ پريس وارا وٺي ٿا ڇڏين. اُن ڪري چاھڻ جي باوجود بہ سال ۾ ٽن جلدن کان وڌيڪ جلد آڻڻ ممڪن نہ ٿي سگھيو آھي، پر ھاڻي جيئن تہ لکپڙھہ جو ڪم تقريباً مڪمل آھي تہ باقي رھيل جلد ھن سال اندر ئي ڇپجي منظرعام تي اچڻ جي اميد آھي.

هميشه جيان هن پيري ۾ آءُ انهن سمورن سائين جا ٿورا مڃڻ چاهينديس، جن هن سپني جي ساڀيان لاءِ ڪيل پيارَ جي پورهيي ۾ پنهنجو پورهيو شامل ڪيو ۽ پنهنجي منزي ٻوليءَ سان محبت جو ثبوت ڏنو. هي پيار جو پورهيو آهي، جيڪو اسان هنيين جي هيج سان ڪيو آهي. اُن ڪري اميد آهي ته اهو سنڌي ماڻهن ۾ قبول پوندو.

هيج نه هوندو جن، سي ڪيئن ونڊر ويندين،
ويهو وچ رهن، سهسين سڏَن واريون!
(شاهه)

- پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين

# وِنڊرَ جي وچن...

'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا' جو ستون جلد پڙهندڙن کي آڇيندي جنهن سرهائيءَ جو احساس ٿي رهيو آهي، اُن جو اندازو پڙهندڙ شايد نہ لڳائي سگهن، ڇو تہ هن تحقيقي پورهيي ۾ اسان جي ڪارڪنن، اسان جي مهربان ايڊيٽرن، ضلعن مان مواد موڪليندڙ سائين، اسان جي لائق احترام چيئرپرسن ۽ هن ناچيز جي رات ڏينهن جي محنت ۽ ڪشالا شامل آهن. 'گهڻن ڪنئي ڇپر ڪجهي پوندو آهي' ۽ واقعي 'سنڌ' اسان کي جيڪا محبتي موٽ ڏني آهي، اُن اسان جا حوصلا بلند ڪري ڇڏيا آهن. اسان جي دلي خواهش آهي تہ هي تاريخي پراجيڪٽ، اسان جي مدي (tenure) ۾، اسان جي هٿان پورو ٿئي- پر جيڪڏهن ائين نہ بہ ٿيو تہ بہ اسان کي 'احساسِ فخر' ضرور رهندو تہ اسان سڄاڻيءَ، لڳن ۽ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي خدمت واري جذبي هيٺ هن ڪم جي ابتدا ڪري، اُن کي اهڙي نهج تي پهچايو آهي، جتان اُن جي تڪميل واري واٽ روشن نظر اچي ٿي.

اڄ هي انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو ستون جلد، سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ادب جي ٻن اهڙين قداور شخصيتن (Towering personalities) کي ارپي رهيا آهيون، جن سنڌ اندر تعليمي، علمي ۽ ادبي ادارن جا بنياد وڌا ۽ اُنهن کي مستحڪم ڪيو.

علامہ آءِ آءِ قاضي سنڌ جي ويجهي ماضيءَ جي تاريخ جو هڪ وڏو نالو آهي. سنڌ جي شعور کي منظم ڪرڻ ۾ علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جو فڪري پورهيو سنڌ ڪڏهن بہ وساري نہ ٿي سگهي. علامہ آءِ آءِ قاضي، اداره ساز شخصيت رهيو آهي. جڏهن 1940ع ۾ سائين جي. ايم. سيد هڪ مختصر عرصي لاءِ وزير تعليم ٿيو هو تہ هن سنڌ يونيورسٽي ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي قيام لاءِ ڪوششون ورتيون. سنڌ يونيورسٽيءَ جي قيام لاءِ جيڪا ڪميٽي ترتيب ڏني وئي هئي، ان ۾ علامہ آءِ آءِ قاضي، سيد ميران محمد شاهہ ۽ پروفيسر ڦيروائيءَ جهڙا قابل شخص شامل هئا. جن يورپ ۽ هندستان جي يونيورسٽين جو مشاهدو ڪري، ۽ جائزو وٺي رپورٽ تيار ڪئي هئي، جنهن جي روشنيءَ ۾ اڳتي هلي 1947ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ڪراچيءَ ۾ قائم ٿي، جيڪا جڏهن 1951ع ۾ حيدرآباد جي نووديالہ هاءِ اسڪول ۾ منتقل ٿي تہ ان جي حيدرآباد واري اولڊ ڪئمپس ۾ ابتدا ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي نئين ڪئمپس جي جوڙجڪ ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ کي هڪ امتحاني اداري مان تبديل ڪري مڪمل 'مادر علميءَ' جو روپ ڏيڻ ۾ علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جون خدمتون وساري نہ ٿيون سگهجن. علامہ آءِ آءِ قاضي اهو دورانديش شخص هو جنهن سنڌ ۾ مختلف لساني گروهن جي آمد ۽ قيام واري مسئلي تي غور ڪري سنڌي ۽ اردو آباديءَ ۾ ويجهڙائي پيدا ڪرڻ لاءِ پرائمري ڇوڪرين کان مئٽرڪ تائين ٻنهي آبادين جي ٻارن لاءِ سنڌي ۽ اردوءَ جي تعليم ضروري قرار ڏني ۽ اهڙا ڪورس پڻ ترتيب ڏياريا. گڏوگڏ شاهہ جي رسالي جي اردو منظوم ترجمي ۽ سنڌي اردو ۽ اردو سنڌي لغتن جي تياريءَ جون رٿائون شروع ڪرائي مڪمل ڪرايون. هونئن بہ فڪر ۽ فلسفي جي حوالي سان علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جي سنڌ تي ڇاپ صدين تائين قائم رهڻي آهي.

علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جون سنڌي ادبي بورڊ جي ترقيءَ لاءِ ڪوششون ۽ شاهہ جي رسالي تي تحقيق ۽ ان جي انگريزي ترجمي لاءِ کنيل قدم، سنڌي ادب جي تاريخ ۾ وڏي اهميت رکن ٿا.

شمس العلماءِ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو پڻ سنڌ جو نامور تعليمدان ۽ عالم ٿي گذريو آهي. هن جون سنڌ جي تعليم لاءِ خدمتون ۽ سنڌي نصاب ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ ورتل ڪوششون وساري نه ٿيون سگهجن. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ ڪانپوءِ علامه دائودپوٽو صاحب ئي آهي، جنهن سنڌي ٻوليءَ ۾ جديد طرز جي ادبي تحقيق جو بنياد وڌو. شاهه ڪريم بلڙيءَ واري، مخدوم محمد زمان لنواريءَ واري ۽ شيخ عبدالرحيم گرهوڙيءَ واري جي رسالن وغيره جي تدوين ۽ ترتيب ان ڏس ۾ وڏي اهميت جي حامل آهي. سنڌي ادبي بورڊ جي ترقيءَ ۽ ٽماهي ’مهراڻ‘ جي اشاعت ۽ معيار ۾ ڊاڪٽر دائودپوٽي جو وڏو ڪردار آهي، جنهن ڪي سنڌ جا نسل هميشه ياد رکندا.

آءٌ هن انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا کي هنن عالمن جي خوابن جي تعبير سمجهان ٿو ۽ روحاني طرح محسوس ڪريان ٿو ته جيڪڏهن اڄ هي ٻئي عظيم المرتبت عالم زنده هجن ها ته کين ضرور دلي سرهائي حاصل ٿئي ها. بهرحال، هن تحقيقي پورهئي دوران آءٌ سمجهان ٿو ته هنن بزرگن جون دعائون به اسان سان شامل حال آهن، نه ته هيڏي مختصر عرصي ۾، ۽ هن مختصر ٽيم سان، اسان هي اهم تاريخي دستاويز ڪڏهن به تيار نه ڪري سگهون ها.

محترم محمد عثمان ميمڻ، پراجيڪٽ ڊائريڪٽر جون محنتون ۽ صبح کان شام تائين، ڪارڪنن سان گڏ، مون سان مشاورت ۽ نظرثانيءَ واري ڪم ۾ سندس ساٿ، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي تڪڙي تڪميل ۾ مددگار ثابت ٿيو آهي.

’ڊاڪٽر غلام علي الانا انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا ريسرچ سينٽر‘ جو هڪ هڪ ڪارڪن، هر ڪمپيوٽر آپريٽر ۽ گرافڪس ڊزائينر، توڙي نائب قاصد پڻ مبارڪن جا مستحق آهن، جن جي محنت، اورچائي ۽ سچائيءَ سان ڪم ۾ حصيداري پڻ تاريخ جي ورقن ۾ سدائين يادگار رهندي.

وِندر جي وچن، سي مر ٻَڌن سندرا،
ٻيون ڪوهه ٻَڌن، چوڙي جي ڇڏينديون!
(شاهه)

-- تاج جويو

نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي
ادبي نالو : سورهه ميراڻي
جنم : 08.04.1975
جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.
حال ائڊريس : غريب آباد محله، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.
تعليم : M.A سنڌي



ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

**اڻ ڇپيل ڪتاب**

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع
برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع
صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786
0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

ا ب ٻ ڀ ت ٿ ٽ ث پ

ج ڄ جھ ڃ چ ح خ د ڌ ڏ

ڊ ذ ر ڙ ز س ش ص ض ط ظ

ع غ ف ڦ ڪ ک گ ڳ گھ

ڱ ل م ن ڻ و ھ ء ي

# واڌارا/ سڌارا

(اڳين جلدن ۾ ضروري واڌارا ۽ درستيون)

| جلد نمبر | صفحو | ڪالم | سٽ | عنوان | داخلاجي سهوَ | درستي/ اضافي معلومات |
|---|---|---|---|---|---|---|
| 1 | | | | آتش سنڌي | | وفات: 11 فيبروري 2013ع |
| 1 | | | | اتمچنداڻي، سندري | | وفات: 8 جولاءِ 2013ع |
| 2 | | | | ٽالپر، مير محمد | | وفات: اپريل 2013ع |
| 5 | 103 | 1 | - | درگاهه صوفي وريل فقير ابڙو | ... درگاهه جي اوير ۾ باغيچو .... ۽ سامهون وڏو ميدان آهي، جتي راڳ رنگ تُوڙي صوفي سماع جون محفلون ٿينديون رهنديون آهن... | ... درگاهه جي اوير ۾ زمين قبرستان لاءِ وقف ٿيل آهي... درگاهه جي سامهون اوير ۽ اولهه ۾ پنج فوٽ اوچي ديوار ڏنل آهي، جيڪا درگاهه کي قبرستان ۽ مٺخاني کان الڳ ڪري ٿي. مٺخاني ۾ صوفي راڳ ۽ سماع جون محفلون ٿينديون رهنديون آهن. |
| 5 | | | - | دريا خان کوسو | دريا خان کوسو، دلمراد خان جو پٽ | دريا خان کوسو، دلمراد خان جو پٽ نه پر ’پڙ پوٽو‘ پڙهيو وڃي. |

# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

جلد ستون (س-ا)

فهرست

# س

**سابکي** (ذات): هي هوت بلوچن جي ذات مان نڪتل آهن. اڪثر ڪري سرائڪي ٻولي ڳالهائين ٿا. تعلقي موري ۾ لسٻيلي طرف هنن جا راڄ رهن ٿا.

**سابکي ماڙي**: تعلقي سڪرنڊ جي هڪ وڏي ڳوٺ محرابپور کان ڏکڻ طرف سنڌو درياهه جي بچاءَ بند جي پرسان 'سابکي ماڙي' ۽ 'ماڙي جلباڻيءَ' جي نالي به ڳوٺ موجود آهن. سابکي ماڙيءَ ۾ سابکي ذات وارا ۽ ماڙي جلباڻيءَ ۾ جلباڻي ذات وارا رهن ٿا.

**ساٻانگهي**: سنڌ ۾ جَت، اُنن کي ڳچيءَ ۾ هڪ ماهيڏ يا ڳانو ٻَڌندا آهن. جنهن کي ساٻانگهي (جمع: ساٻانگهيون) سڏيندا آهن. ساٻانگهي، خاص ڪري اُنن جا شوقين ائن جي ڳچيءَ ۾ سينگار طور ٻَڌندا آهن.

**ساتانو**: هيءَ هڪ هندڪي رسم آهي. سانوڻ مهيني جي اونداهي پک جي ٻارهين تاريخ، ڪنهن ٿانوَ ۾ ستن قسمن جو ان گڏ ڪري پوکيو ويندو آهي ۽ وري بدي مهيني جي پهرين تاريخ تي درياهه ۾ اڇلايو ويندو آهي. هن رسم کي خاص ڪري هندو ماڻهو خوشبختيءَ ۽ سهاڳ جي رسم تصور ڪندا آهن.

- ساتانو اتر قطب واري واءَ يا سٽائي واءَ کي به سڏيو ويندو آهي.

**ساتيرا/ سانتيرا**: ستن تارن واري نکٽ کي 'ساتيرا/ سانتيرا' چئبو آهي. هي ستن تارن جو ميڙ يا نکٽ هميشه اتر طرف هوندو آهي ۽ وهائو تاري/ قطب تاري يا ڌرو تاري جي چوڌاري ڦرندا آهن. ساتيرا، هندن جي عقيدي موجب راجا دروپد جا نوڪرچاڪر سمجهيا ويندا آهن.



ساتيرا، ڌرُو تاري جي اوير طرف گڏجي مڌم روشنيءَ جي صورت ۾ ڏسبا آهن. جن کي 'ستي انوشيا' به چئبو آهي. هندن جي ڌرم موجب هيءَ ناري 'پتي ورتا'، 'ستي' (سچي) ۽ 'پتي ڌرم' تي هلندڙ هئي. سيتا، ستي، لڪشمي، پاروتي ۽ ڪيترين ديوين جي ڪردار وانگر ستي انوشيا جو ڪردار به تمام مهان هو. جنهنڪري ڪيس ايشور جو وردان حاصل ٿيو ۽ تاري وانگر چمڪي پئي.

**ساٿر** (Origanum Vulgare): هي هڪ خوشبودار ٻوٽو آهي، جنهن جا ٻه قسم ٿين ٿا: (1) سفيد ساٿر ۽ (2) ڪاري ساٿر. ساٿر جو اصل وطن يورپ ۽ وچ ايشيا آهي. هيءَ جڙي ٻوٽي مختلف ڪاڌن ۽ دوائن ۾ ڪم اچي ٿي. هي آرام ڏيندڙ ۽ سُور کي ٺاريندڙ پسارڪو وکر آهي. جيڪو مختلف بيمارين لاءِ دوائن ۾ ڪم ايندو آهي. سنڌ ۾ ڦٽ ڦرڙيءَ لاءِ ساٿر لُپري (Poulticeve) تيار ڪرڻ ۾ ڪم اچي ٿي. ساٿر جيوڙي مار، پيٽ جي علاج ۽ ساهه کڻڻ ۾ رڪاوٽ جي علاج طور به ڪم ايندي آهي.



شاهه لطيف جي ڪيترن بيتن ۾ 'ساٿر' لفظ ڪم آيو آهي، جهڙوڪ:

> **ساٿر** صحبت سپرين، آهي نه آزار،
> مجلس وير منو ٿيين، ڪوٺيندي ڦهار،
> خنجر تنهن خوب هٽي، جنهن سين ٿيين يار،
> ساجن رب ستار، سوجهي رڳون ساهه جون!
>
> *(سريمن ڪلياڻ)*

**سات سکيا** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب سنڌ جي نامور استاد، سماجيات جي ماهر ۽ اديب پروفيسر شيوارام نرسنگهداس ڦيرواڻيءَ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ سماجي علم متعلق علمي ۽ تاريخي ڳالهيون وضاحت سان سمجهايل آهن. سماجيات جي موضوع تي سنڌ ۾ هيءَ پهريون ڪتاب آهي. پروفيسر شيوارام نرسنگهداس سنڌ جو اهو ودوان تعليمي ماهر ۽ گهٽگهرو هو، جنهن بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر جو عهدو ملڻ کي ترجيح نه ڏيندي، شڪارپور ۾ اچي گرلس اسڪول، وديا منڊل ۽ پاٺشالائن جو بنياد رکيو هن صاحب علم شخص، هيءَ ڪتاب پڻ ان وقت سماجيات جي مضمون جي وڌندڙ گهرج کي نظر ۾ رکي لکيو هو هن ۾ سماجيات جي وصف، اصولن ۽ قاعدن تي بحث ٿيل آهي.

هن پنهنجي ڪتاب ۾ ڄاڻايو آهي ته سماجيات جو اصل مقصد آهي انساني گروهن کي سمجهڻ ته اهي ڳوٺن، ڪٽنبن، پاڙن، شهرن ۾ ڪيئن ۽ ڇو ٿا گڏجي رهن، منجهن قومي حس ڪيئن ٿي پيدا ٿئي. انساني گروهه ڪيئن ٿا سڌرن ۽ ڪيئن منجهن بگاڙ اچي ٿو.

114 صفحن تي مشتمل هيءَ ڪتاب، 1927ع ڌاري جيٺمل پرسرام گلراجاڻيءَ، نئين سنڌ لائبرريءَ پاران ڇپرائي پڌرو ڪيو. هيءَ ڪتاب نئين سنڌ لائبرريءَ جو چوٽيتاليهون ڪتاب آهي.

**سانڙيو**: هي شڪار جو هڪ اصطلاح آهي. اهو شڪاري جيڪو زمين ۽ جهنگ جي ٻوٽن کي سٽي، شڪار کي ٻاهر ميدان تي ڪڍي ايندو آهي، ان کي 'سانڙيو' چئبو آهي. سنڌيءَ ۾ 'سانڙيو گانڙيو' اصطلاح به ڪم ايندو آهي. اهو اصل ۾ سانڙيو ۽ گانڙيو ٻن لفظن جو مجموعو آهي. شڪار وقت سانڙيو زمين تي لٺيون هڻي ۽ ٻوٽن کي سٽي، شڪار کي ٻاهر ڪڍندو آهي. جڏهن ته ٻيو همراهه تير ڪمان کڻي پٺيان هلندو هو، جنهن کي گانڙيو چئبو هو. اهو لفظ تبديل ٿي گاجڙيو ۽ گانڙيو ٿي ويو آهي.

**سانوڙو/ سانئوڙو**: سنڌ ۾ سانوڙو/ سانئوڙو، خاص ڪري ٿرواري پاڳي ۾ ٿيندڙ عام ٻوٽو آهي. سانوڙو، ميدانن، مال جي واڙن ۽ پاٽيءَ وارين جاين تي ٿيندو آهي. سانوڙي جا ٻه قسم آهن: هڪڙي جا پن گول ۽ ڪجهه وڏا، ساواڻ مائل ۽ هيٺان اڇي رنگ جا ٿين ۽ ٻئي قسم جي سانوڙي جا پن ڪجهه ننڍا ۽ هيٺيان ڳاڙهسري رنگ مائل ٿين ٿا. سانوڙو، ننڍيءَ ول وانگر پکڙجندو آهي. هي ٻوٽو چوپائي مال جي خوراڪ آهي. سانئوڙو، سُڪي وڃڻ بعد پُري ختم ٿي ويندو آهي، پر پاڙ آگر جهڙي ٿلهي ۽ زمين اندر سائي رهندي آهي. وسڪاري جي موسم ۾ يا پاڻي ملڻ جي صورت ۾ سانوڙو وري سائو ٿي ويندو آهي. سانوڙي جو ٻج ڪاري ۽ پوري ناسي رنگ جو ٿئي ٿو. سانوڙي کي جيڪڏهن زمين مان ڇڪبو ته پاڙ سميت نڪري ايندو آهي. ٿر جا ماڻهو وسڪاري دوران سانئوڙي کي ساڙي، مال کي مڇرن کان بچائڻ لاءِ دونهين ڪندا آهن.

**سانتي**[1] (ذات): سانتي، مڇيءَ جو ڌنڌو ڪندڙ ملاحن ۽ مهاڻن کي چئبو آهي. مڇي وڪڻندڙ مرد کي 'سانتي' ۽ مڇي وڪڻندڙ عورت کي 'سانتياڻي' چئبو آهي. سانتين کي ماڇي ۽ صبح پوتا به سڏيو ويندو آهي. هي پنهنجي نالي پٺيان پنهنجو پاڙو لکندا آهن. شاهه لطيف، سُرڪاموڏ جي هڪ وائيءَ ۾ سانتين/ مهاڻن جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي:

هيري هٿ وڌائين، ويهي سانتين وچ ۾!

سانتي گڏهن، گهوڙن ۽ موٽرسائيڪلن تي چڙهي مڏين ۽ ڪڏن تان مڇي، پلا کڻي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ کپائيندا آهن. سندس ٽڙ يا مڏيءَ تي پهچڻ جا اڳي به وقت مقرر هوندا هئا، هڪ صبح جو سوير، جڏهن رات واري پهر جو مال مڏ تي پهچندو هو ۽ ٻيو ٽپهريءَ جو، جڏهن ڏينهن واري پهر جو مال مڏيءَ تي پهچندو هو. مڏي، جتي هرماري وڇايل تڏيءَ تي هارين (مڇي يا پلا) ٻيڙيءَ مان ڪڍي اڇلائيندو ويندو هو ۽ ڍڳ ٿي ويندو هو ته 'گُنر' چوندا هئا. جيڪي ماڻهو ڪاريءَ ۾ مڇي يا پلا کڻي کپائيندا هئا، انهن کي 'ڪونجڙيا' چوندا هئا. ڪونجڙيا گهڻو ڪري صبح واري پهريءَ جون مڇيون کڻي پرپاسي کپائڻ ويندا هئا، جڏهن ته 'سانتي' پري پري مال کڻي کپائڻ ويندا هئا. سانتي گهڻي مال هجڻ سبب وندبيون به ڪندا هئا، يعني پنهنجي مال مان ٻين سانتين کي مال ڏيندا هئا، جن کي 'گهوڙيا' به چوندا هئا.

**سانتي**[2] (زيور): سانتي، چانديءَ جو هڪ زيور ٿيندو آهي، جيڪو عورتون پيرن ۾ ڪڙين سان گڏ پائينديون آهن. هي زيور سنڌ ۾ ٿرپارڪر ۽ راجستان جون عورتون اڪثر پائينديون آهن. سانتي، اميرانو زيور سمجهيو ويندو آهي.

**سانت**: سنڌ ۾ سانت، سنوڻ ڪرڻ جو رواج اڳاٽو آهي. سانت مان مراد اهڙيون احتياطي تدبيرون آهن، جن سان ڪنهن ناگهاني مصيبت کي ٽاري سگهجي، جن جي پسمنظر ۾ ڪڏهن ته معصوم جذبا هوندا آهن، ڪڏهن اجايا وهم ۽ وسوسا هوندا آهن. جيڪي انساني سماج جي جاهلاڻي دور جا يادگار آهن. جن کي اڳئين هلڻي رسمن جو درجو ملي پوندو آهي. زندگيءَ جي اهم موقعن تي اسان جي سماج ۾ اهڙا سانت سنوڻ ڪرڻ جو رواج آهي. جيئن: مينديءَ جو سانت، جنهن موجب گهوٽ ۽ ڪنوار کي وهاڻ کان اڳ لڳل مينڌي سُڪي وڃي ته لاهي سنڀالي رکن ۽ پوءِ اها کوهه يا وهندڙ پاڻيءَ ۾ وهائي ڇڏين. يا ننڍڙي ٻار جي جهنڊ لهرائڻ کانپوءِ سندس وار سنڀالي پاڻيءَ ۾ وهائين. ٻنهي صورتن ۾ انديشو ۽ وهم هوندو آهي ته ڪنهن بدنظريا دشمن کي اهي هٿ اچڻ جي صورت ۾ نقصان ٿيندو آهي. سانت، خوشيءَ توڙي غمي، ٻنهي ڪيفيتن سان تعلق رکن ٿا. گهر ۾ پيٽ واري عورت هوندي جيڪڏهن گهر ۾ ڪو موت ٿيو ته ميت جي ڪفن جا ڌاڳا ڪڍي مائيءَ کي چيچ ۾ ٻڌن ته جيئن ميت جو پاڇو مٿس نه پوي. چنڊ ۽ سج گرهڻ تي به سانت ٿين ٿا. گهر ۾ خوشحالي آڻڻ، بديءَ ۽ نقصان کان بچڻ لاءِ به ڪيترا سانت موجود آهن. جن تي عمل ڪيو ويندو آهي. جيئن رات جو گهر نه ٻهارڻ. گهڻيون عورتون گڏجي هڪ ڪمري مان ٻهارو ڪونه ڪڍن. جمعي ڏينهن درگاهن تي ڪونه وڃن. پويان سڏ ڪين ڪن. اوچتي سڏ تي لٺوڪين وارين. رات جو ننهن نه ڪترين. وار ۽ ننهن ائين ڦٽا ڪين ڪن. شاديءَ رات ڪنوار ۽ گهوٽ جي ڪپڙن ۾ ڳهن تي مسلمان عورتون قرآني دعائون پڙهن ۽ هندو عورتون پنهنجون ڌرمي دعائون پڙهن وغيره.

شاديءَ جي ريتن رسمن کي به سانت ڪوٺين. جن ۾ مينڌيا ڳنڍڻ جو سانت، مينڌيا ڇوڙڻ جو سانت، اڪڙي ٻڌڻ جو سانت، ماکي ۽ مکڻ مٿي تي سينڌ وٽ لڳائڻ جو سانت، مينديءَ جو سانت وغيره.

**ساجدي** (ذات): ساجدي ذات وارا بلوچستان جا جهالاواني- پلوي بلوچ سڏيا وڃن ٿا. هينري پاٽينجر پنهنجي ڪتاب ۾ هن ذات وارن کي ساجدي ڄاڻايو آهي ۽ م. ڪ. پيڪولين 'سنجري' لکيو آهي. هنن جو سردار مير شاهه سوار وڏي نالي وارو هو. ڪتاب 'بلوچ قوم ڪي تاريخ' ۾ محمد سردار خان بلوچ ڄاڻائي ٿو ته ساجدي 'جت' آهن. احمداڻي، محموداڻي، هسواڻي، ماڪاڻي، بيزناڻي، سنگر، يوسفاڻي، سندواڻي، نوتاڻي، گدور، هيجاڻي، تيمراڻي، ميرانزئي، ساڪازئي ۽ نوشيرواڻي، هنن جا پاڙا آهن.

**ساڄناڻي** (ذات): هي اصل چنا ۽ جوڻيجا آهن. ڪرمتين جي زنگياڻين جو به هڪ پاڙو ساجناڻي آهي. هندن جي جسوجا نک جي هڪ آکهه جو نالو 'ساجناڻي' آهي، جيڪي سيٺ ساجن مل ولد رنگي مل جو اولاد آهن. اهي اصل ۾ لهاڻا آهن. جيڪي پوجواڻي به سڏجن ٿا.

**ساجن سوائي**: نامور صوفي بزرگ ۽ ولي ساجن سوائي، اصل مٽيارين جو ويٺل هو. پاڻ سيد ساجن متعلوي، جي نالي سان به مشهور آهي. هي، پنهنجي وقت جو وڏو بزرگ، متقي، پرهيزگار ۽ فقير صفت انسان ٿي گذريو آهي. هڪ روايت موجب پاڻ مٽياري ساداتن مان هو ۽ ٻي روايت موجب هن بزرگ جو سلسلو گجرات کان آيل بزرگ سيد محمود شاهه بخاري بن سيد حميد نظامي بخاري، کان شروع ٿئي ٿو.

حضرت ساجن سوائي، ارغونن جي دور حڪومت ۾ ٺٽي ۾ آيو. جتي فرخ مسجد ۽ عيدگاهه جو امام ۽ خطيب ٿي رهيو. هن هتي هڪ مدرسو به قائم ڪيو. سندس علمي قابليت جي ڪري ڪانئس شرعي فتوائون ورتيون وينديون هيون. ساجن سوائي، جي خاندان ۾ ڪيترائي ناميارا بزرگ ٿي گذريا آهن. ساجن سوائي، مخدوم سرور نوحؒ جو مريد هو ۽ ان حلقي سان وابسته رهي حق جو پرچار ڪندو رهيو. پڇاڙيءَ ۾ اڍيجا ذات مان شادي ڪيائين. جنهن مان ڪيس هڪ پٽ سيد ابراهيم ۽ نياڻي صالحان ٿيا.

ساجن سوائي، سان ڪيترين ئي ڪرامتون منسوب آهن. هن بزرگ يارهين صدي عيسوي، ڌاري وفات ڪئي. سندس مزار ماتلي، ضلعي بدين ۾ آهي. جتي هر سال 13 کان 17 ربيع الاول تائين ميلو لڳندو آهي. جتي راڳ جي محفل ۾ سڄي، سنڌ جا مشهور فنڪار حصو وٺندا آهن ۽ هي، محفل ٽي ڏينهن جاري رهندي آهي. ميلي جي موقعي



ساجن سوائيءَ جي درگاهه جو هڪ منظر

تي ملاکڙو به لڳندو آهي، جنهن ۾ سنڌ جا چوٽيءَ جا ملهه پنهنجي فن ۽ طاقت جو مظاهرو ڪندا آهن. ميلي وقت شاهي بازار لڳندي آهي، جنهن ۾ ڪپڙي، رانديڪن، عام واهپي جي شين، منائيءَ ۽ سينگار جي سامان جا دڪان ۽ هوٽلون قائم ڪيون وينديون آهن. هن ميلي تي چوپائي مال جي وڪري جي پڙي به لڳندي آهي. اٺن، گهوڙن ۽ ڍانڊن جي گوءِ ۽ نمائش ٿيندي آهي. هي ميلو ابتدا کان وٺي خاص طور چوپائي مال جي پڙيءَ جي حوالي سان هنڌين ماڳين مشهور رهيو آهي ۽ ڏورانهن هنڌن تان چوپائي مال جا شوقين هتي اٺ، ڍڳا ۽ ٻيا جانور خريدڻ ايندا آهن.

**ساجن فقير باريجو** (ماڳ): هي ماڳ، غيبي ديري، ضلعي قنبر-شهدادڪوٽ ۾ آهي. ساجن فقير وڏو درويش هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن وٽائي فقير جهڙيون ڳالهيون ڪندو هو. برسات جي موسم ۾ سردار غيبي خان، ڏاتا خان فقير کي گهرائي سمهه هٽائيندو هو. هن جي وفات 4 محرم الحرام 1288هه/1871ع ۾ ٿي. رائنڪن جي قبرستان ۾ دفن ٿيل آهي. سندس قبر تي غيبي ديري جا ماڻهو دعا گهرڻ ايندا آهن.

**ساجن واهه** (ديهه): تعلقي ٺل، ضلعي جيڪب آباد جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي بالاچ بنگلاڻي، شهاڻ جعفري، الهڏنو جعفري، ستار ڏنو فقير غلام محمد جعفري، علم الدين بنگلاڻي، حاجيداد بنگلاڻي، ساجن بنگلاڻي، پارومل، صحبت بنگلاڻي، عبدالحميد جعفري، امام بخش بنگلاڻي، عبدالحميد جعفري، امام بخش بنگلاڻي، حضور بخش بنگلاڻي.

**ساحر راهو**: ناليواري شاعر ساحر راهو جو پورو نالو عبدالرحمان ولد احمد خان راهو آهي. ساحر راهوءَ جو جنم، پهرين آڪٽوبر 1963ع تي



اڳوڻي تعلقي هالا ۽ ضلعي حيدرآباد (موجوده تعلقي نيو سعيدآباد، ضلعي مٽياري) جي ڳوٺ شهمير راهوءَ ۾ ٿيو. پرائمري تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول شهمير راهوءَ ۾ حاصل ڪيائين. مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول نيو سعيدآباد، انٽر سروري اسلاميه ڪاليج هالا مان حاصل ڪيائين. ساحر راهو هن وقت صحت کاتي ۾ ڳوٺ شهمير راهوءَ ۾ ملازم آهي.

ساحر راهوءَ شاعري جي شروعات 1988ع ۾ ڪئي. سندس پهريون شعري مجموعو ’خواب ڪٽوري چنڊ‘ جي نالي سان 1996ع ۾ سڄائي اشاعت گهر دڙي پاران ڇپجي پڌرو ٿيو. هن وقت تائين هن جي اردو شاعريءَ جي هڪ ڪتاب سميت شاعريءَ جا پنج مجموعا ۽ اردو شاعريءَ جو هڪ ڪتاب ڇپجي پڌرو ٿي چڪو آهي. جن جو تفصيل هن ريت آهي: (1) ’خواب ڪٽوري چنڊ‘ (1996ع)، (2) ’سانوري شام‘ (2000ع)، (2) ’نيڻ سڄدي ۾‘ (2004ع)، (3) ’خوابن جي خودڪشين کان پوءِ‘ (2007ع)، (4) ’وهي پٽ جهڙ هي آنکهون ۾‘ (اردو شاعري: 2011ع). ساحر راهوءَ جي شاعريءَ جو ڇهون مجموعو ’دل جي ڳلي‘ ڇپائيءَ هيٺ آهي.

ساحر راهوءَ جا ڪيترائي غزل ۽ نظم سنڌ جي مختلف فنڪارن ڳاتا آهن. ماسٽر وليءَ پاران ڳايل ساحر راهوءَ جي ٻن نظمن جي وڊيو ڪئسيٽ پڻ ٺهي چڪي آهي، اُهي نظم سنڌي چئنل ’آواز‘ تان نشر پڻ ٿيندا رهيا آهن. ساحر راهوءَ کي مختلف طور ڪيترا اوارڊ ۽ شيلڊون مليون آهن، جن ۾ ’سوجهرو اوارڊ‘، ’ڊاڪٽر تنوير عباسي شيلڊ‘، ’مرحوم حاجي غلام نبي رند اوارڊ‘، ’جام فقير جمالي اوارڊ‘ شامل آهن.

ساحر راهوءَ سنڌي ادبي سنگت، شاخ صابو راهوءَ جو بنيادي ميمبر، ڪيترا ڀيرا سيڪريٽري، سنڌ ڪائونسل جو ميمبر ۽ ضلعي نوابشاهه جو رابطا سيڪريٽري رهي چڪو آهي.

**ساحر لڌيانوي**: ننڍي کنڊ جي ناميارين ترقي پسند شاعر ۽ هندستاني فلمن جي گيتڪار. ساحر لڌيانويءَ جو اصل نالو عبدالحئي هو. سندس جنم 08 مارچ 1921ع تي، اولهه پنجاب (ڀارت) جي شهر لڌيانا ۾ ٿيو. ساحر لڌيانويءَ ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪري، گورنمينٽ ڪاليج لڌيانا ۾ داخلا ورتي ۽ ڪاليج جي زماني کان ئي شاعريءَ جي شروعات ڪيائين.



ان ئي زماني ۾ ننڍي کنڊ جي ناميارين ليکڪا امرتا پريتم سان سندس پريت جو پيچ ڳنڍجي ويو. محبت ۽ سياست جي جذبي هيٺ ڪيترا باغي نظم لکيا. نتيجي طور کيس لڌيانا ڪاليج انتظاميه ڪاليج مان نيڪالي ڏئي ڇڏي، جنهن ڪانپوءِ هو لاهور لڏي آيو. پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ ترقي پسند خيالن جي ڪري سندس گرفتاريءَ جا وارنٽ جاري ٿيا. جنهنڪري هو 1949ع ۾ ٻيهر هندستان لڏي ويو ۽ بمبئيءَ ۾ وڃي رهڻ لڳو. هوچوندو هو ته: "بمبئيءَ کي منهنجي ضرورت آهي. هندستان اچڻ ڪانپوءِ ٻين ترقي پسند اديبن سندس همت افزائي ڪندي کيس فلمن لاءِ گيت لکڻ جو مشورو ڏنو. ساحر پنهنجي ترقي پسند نظريي جو پرچار فلمي گيتن ذريعي ڪرڻ کي وڌيڪ اثرائتو ڄاتو ۽ پنهنجو آواز عام ماڻهن تائين پهچائڻ شروع ڪيو.

هن 1950ع ۾ ڀارت جي هندي/ اردو فلم 'آزادي کي راهه پر' لاءِ گيت لکڻ سان فلمي ڪيريئر جو آغاز ڪيو. جنهن ڪانپوءِ ننڍي کنڊ جي عظيم موسيقار سچن ديو برمن (ايس. ڊي. برمن) جي موسيقيءَ ۾ 1950ع ۾ ئي فلم 'نوجوان' لاءِ گيت لکيائين، جيڪي بيحد مقبول ٿيا. انهن گيتن مان هڪ گيت 'ٺنڍي هوائين' اڄ به آل انڊيا ريڊيو تان نشر ٿيندو رهندو آهي.

ساحر، هندستاني فلمن جو برجستو گيتڪار شاعر هو. هن پنهنجي زندگيءَ ۾ ٻن اهڙين فلمن 'پياسا' ۽ 'ڪڀي ڪڀي' لاءِ گيت لکيا، جن لاءِ چيو ويندو آهي ته انهن فلمن جون ڪهاڻيون ساحر جي ذاتي زندگيءَ بابت آهي. سندس جڳ مشهور شاهڪار گيتن ۾ 'مين پل دو پل ڪا شاعر هون'، 'جو وعده ڪيا وه نڀانا پڙي گا' (فلم فيئر اوارڊ يافته گيت)، 'چو ليني دو نازڪ هونٽون ڪو'، 'چلو اڪ بار ڦر سي اجنبي بن جائين هم دونون'، 'ملتي هي زندگي مين محبت ڪڀي ڪڀي'، 'ميني چاند اور ستارون کي تمنا کي ٿي'، 'مين زندگي ڪا ساٿ نڀاتا چلا هون' ۽ ٻيا ڪيترا گيت اچي وڃن ٿا.

هن جن فلمن لاءِ گيت لکيا، تن ۾ بازي، جال، ٽئڪسي ڊرائيور، هائوس نمبر 44، منيم جي، چترليکا، ٻهو بيگم، دل هي تو هي، برسات کي رات، تاج محل، ڪڀي ڪڀي ۽ ٻيون ڪيترين فلمون شامل آهن. کيس 1971ع ۾ ڀارت جي اهم اعزاز 'پدماشري اوارڊ' ڏنو ويو.

ساحر لڌيانويءَ ڪجهه فلمن لاءِ ٻين موسيقارن سان گڏجي موسيقي به ترتيب ڏني. هن صرف فلمي گيت ئي نه لکيا، پر سندس باقي شاعري پڻ اردو شاعريءَ ۾ تمام وڏو مقام رکي ٿي. ساحر لڌيانوي، ترقي پسند، انقلابي شاعر هئڻ سان گڏ محبت جي رومانوي جذبن جو جڳ مشهور شاعر آهي. هن جا ڪيترائي نظم مشهور آهن. جن ۾ نظم 'ميري محبوب ڪهين اور ملا ڪر مجهه سي' ڪلاسيڪي حيثيت رکي ٿو. ان جا به بند ڏجن ٿا:

تاج! تيري لئي اڪ مظهرِ الفت هي سهي،
تجهه ڪو اس واديءِ رنگين سي عقيدت هي سهي،
ميري محبوب ڪهين اور ملا ڪر مجهه سي!
بزمِ شاهي مين غريبون ڪا گذر ڪيا معنيٰ،
ثبت جس راهه پہ هون سطوتِ شاهي کي نشان
اُس پہ الفت ڀري روحون ڪا سفر ڪيا معنيٰ
ميري محبوب پس پردهٔ تشهيرِ وفا
توني سطوت کي نشانون ڪو تو ديکا هوتا،
مرده شاهون کي مقابر سي بهلني والي
اپني تاريڪ مڪانون ڪو تو ديکا هوتا...
يہ چمن زار، يہ جمنا ڪا ڪناره، يہ محل،
يہ منقّش در و ديوار، يہ محراب، يہ طاق،
اِڪ شهنشاهه ني دولت ڪا سهارا لي ڪر،
هم غريبون کي محبت ڪا اڙايا هي مذاق
ميري محبوب ڪهين اور ملا ڪر مجهه سي.

سندس شعري مجموعن ۾: (1) 'ڪلامِ ساحر لڌيانوي'، (2) 'تلخيان'، (3) 'تنهائيان' ۽ (4) 'ڪليات ساحر' ذڪر جوڳا آهن.

ساحر لڌيانويءَ، 25 آڪٽوبر 1980ع تي بمبئيءَ ۾، دل جي دوري پوڻ سبب وفات ڪئي.

**سادات باره**: هن خاندان جي نسب جو سلسلو حضرت امام زين العابدين عليه السلام سان ملي ٿو. عطا محمد حامي پنهنجي ڪتاب 'خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو' ۾ لکي ٿو ته. 'سادات باره جو وڏو ڏاڏو سيد ابو الفرح، وسطي هندستان مان آيو هو. هن خاندان وارا شمس الدين التمش جي ڏينهن ۾ هندستان ۾ آباد ٿيا. جن مان سيد احمد ۽ سيد هاشم جلال الدين محمد اڪبر جي درٻار ۾ وڏي اثر رسوخ وارا هئا.

سادات جي جانشيني پاڙي مان هڪ سيد پناهه علي شاهه 24 شعبان المعظم 1240هه/13 اپريل 1825ع ۾ خيرپور ۾ اچي فقيرائي زندگي بسر ڪئي. هو وڏو معرفت جو صاحب هو. مير سهراب خان ٽالپر کيس خيرپور ۾ هڪ عاليشان امام بارگاهه ٺهرائي ڏني. جنهن کي سيد پناهه علي شاهه سنڀالڻ لڳو ۽ اڪثر وقت امام بارگاهه ۾ موجود هوندو هو. سندس وفات ڪانپوءِ سندس پٽ سيد امام علي شاهه اول گاديءَ تي ويٺو. جيڪو وڏو عالم هو. سيد امام علي شاهه ڪانپوءِ سندس پٽ سيد جعفر علي شاهه اول جا نشين ٿيو. هي مير علي مراد خان ٽالپر جو مقرب

خاص ۽ روحاني پيشوا هوندو هو. مير علي مراد خان سيد جعفر علي شاهه کي ديني تقريبن ۽ مذهبي اشاعت لاءِ رياست جي اپت مان چاليهون حصو ڏيندو هو. ان ڪانسواءِ مير علي مراد خان هڪ فرمان جاري ڪري ڇڏيو هو ته. خيرپور رياست جي هر گادي نشين جي تاجپوشي واري موقعي تي هن خاندان کي هڪ سؤ ايڪڙ زمين ۽ ڏهه هزار روپيا ملندا رهندا. مير فيض محمد خان ٽالپر ثاني جي ڏينهن تائين هن پرواني جي باقاعدگيءَ سان تعميل ٿيندي رهي. هنن جي خاندان ۾ سيد علي رضا شاهه اول، سيد علي حسين شاهه، سيد امام علي شاهه (مجتهد ۽ فقه جو ڄاڻو) سيد محمد علي شاهه (مرثيه گو نامور شاعر) ۽ ٻيا گهڻا عالم، فاضل ۽ شاعر ٿيا. سيد عابد علي شاهه هن ئي خاندان جو چشم و چراغ هو ۽ هو مير علي نواز خان ٽالپر ناز جو مقرب خاص ۽ درباري شاعر هوندو هو. اڄ تائين هي سادات خيرپور ۾ آباد آهن.

**ساڌ اجيو**: اجيو ساڌ مينگهواڙ، 1768ع ۾ ڳوٺ صوفي فقير، ضلعي عمرڪوٽ ۾ ڄائو. سندس شمار صوفي صادق فقير جي خاص ۽ ويجهن مريدن ۾ ٿئي ٿو. اجيو ساڌ ۾ قرباني ۽ ايثار جو مادو سرس هو، جنهنڪري هو علائقي ۾ گهڻو مشهور آهي. 1840ع ۾ سنڌ ۾ وڏي بيماري / سانوپيو، جنهنڪري ڳوٺن جا ڳوٺ تباهه ٿي ويا. روايت آهي ته بيماريءَ جا راڳا ڏسي اجيو ساڌ پنهنجي مرشد صوفي صادق فقير جي خدمت ۾ حاضر ٿي سوال ڪيو ته: 'قبلا! ملڪ کي هن بيماريءَ ناس ڪري ڇڏيو آهي ۽ اوهين اڃا تائين ماٺ ۾ آهيو. ڀلائي ڪري ڏٺيءَ در عرض ڪريو ته بيماري دفع ٿئي." ساڌ جي گذارش تي صوفي صادق فقير وراڻيو ته: "ابا! بيماري دفع ڪرڻ لاءِ قربانيءَ جي ضرورت آهي، هڪڙو سِرُ ته ڪپي، سو تون ڏي يا آءٌ ڏيان". جنهن تي ساڌ اجيي چيو ته: "سائين! اوهان جي ماڻهن کي اڃا گهڻي ضرورت آهي، خدا پاڪ اوهان جو اقبال ۽ عمر بلند ڪري، مون کي اجازت ڏيو ته آءٌ سر ڏيان." اجيي ساڌ جي اسرار تي صوفي صادق فقير چيو ته: "اها مرضي الٿي ته ٺيڪ، پر پهرين پنهنجيءَ ماءُ کان اجازت وٺي اچ." اهو ٻڌي اجيو مرشد جي فرمان جي تعميل ڪندي والده کي وڃي سموري حقيقت ٻڌائي. والده ڪيس خوشيءَ سان اجازت ڏني ۽ ڪيس پاڻي گرم ڪري ڏنائين ته پهريائين غسل ڪري پاڪ صاف ٿي، پوءِ ڀلي وڃي قرباني ڏي. ساڌ اجيو تيار ٿي اچي مرشد کي پنهنجي ماءُ جي خوشيءَ سان اجازت ڏيڻ جي خبر ٻڌائي، جنهن ڪانپوءِ صوفي صادق فقير حاضر فقيرن کي ذڪر جو حڪم ڏنو ۽ اجيو متواتر پير ڏکڻ ۽ منهن اولهه طرف ڪري، چادر تاڻي سمهي پيو ٿوريءَ دير ڪانپوءِ سندس روح پرواز ڪري ويو اتفاق سان يا قدرت جي مهربانيءَ سان چون ٿا ته ان ڪانپوءِ اها بيماري ختم ٿي وئي ۽ ضعيف اعتماد وارن ماڻهن اهو تاثر ورتو ته اهو سڀڪجهه سندس قربانيءَ جي ڪري ٿيو هو.

اجيي ساڌ جو آستان صوفي شهر پرسان فقير خير محمد صوفيءَ جي اوطاق وٽ موجود هو جيڪو اڳتي هلي سومرن، صوفي فقيرن ڌاهي ميدان ڪرائي ڇڏيو ۽ هن وقت ان جو ڪو به نشان موجود نه آهي.

**ساڌ ٻيلو** (تيرٿ آستان): مشهور تيرٿ آستان. ساڌ ٻيلو بکر جي ڏکڻ ۾، سکر شهر جي اڀرندي ڪناري سنڌو نديءَ جي ٻيٽ تي موجود آهي. ڀائي گيان سنگهه گياني پنهنجي ڪتاب 'تاريخ خالصا' (ٻيو ڇاپو: 1897ع، ص: 258) تي ۽ ڀائي ٺاڪر سنگهه گيانيءَ پنهنجي ڪتاب 'گردواري درشن' (ڊسمبر 1923ع، ص: 702) ۾ ڄاڻايو آهي ته ساڌ ٻيلو بابا گرونانڪ جو آستان هو. پر ٻئي ڪنهن به نيم ڌرمي ۽ نيم تاريخي ڪتاب ۾ ان بيان جي پٺڀرائي نظر نٿي اچي. هن آستان کي خواجه خضر يا زنده پير جو آستان به سڏيو ويندو آهي. سمورا هندو ڌرمي ڪتاب ۽ ليکڪ ان ڳالهه تي متفق آهن ته هن تيرٿ آستان (ساڌ ٻيلي) جو پايو وڪرمي سنبت 1880ع مطابق 1823ع ۾ سوامي بابا بنکنڊيءَ اداسين وڌو هو ۽ اهو واقعو گرونانڪ جي دؤر کان گهڻو پوءِ جو آهي. سوامي بنکنڊي 1823ع ڌاري 60 سالن جي ڄمار ۾ نيپال کان هتي آيو هو ۽ 1863ع ۾ لاڏاڻو ڪيو هئائين. سندس اصل نالو ٻالچند هو. پر جيئن ته



هن نون سالن جي عمر ۾ گهر ڇڏيو هو ۽ ٻن وسايو هو. تنهنڪري گروءَ سندس نالو بنکنڊي رکيو. هو اداسين پنٿ سان واسطو رکندو هو. جنهن پنٿ جا پوئلڳ سڄي عمر شادي نه ڪندا هئا. بنکنڊيءَ جو گرو پٽيالا جو هو.

بنکنڊي آشرم / ساڌ ٻيلو آستان، ان سنڌو نديءَ جي گود ۾ آهي، جنهن جي پوترتا ۽ مهانتا جو ذڪر قديم اتهاس ۽ ويدن ۾ موجود آهي. قديم تاريخ جا مڙئي ماهر ان راءِ تي سهمت آهن. ته سناتن ڌرم جا باني سڀ کان اڳ هن ديس ۾ ئي آيا، جنهن کي اُن وقت سپت سنڌو سڏيو ويندو هو سوامي هرنامداس اُداسين، ساڌ ٻيلي تيرٿ آستان جي 108 گادي نشين پنهنجي ڪتاب 'شري سنڌو سپت سنڌ' ۾ لکيو آهي ته ڪنهن زماني ۾ سنڌو نديءَ تي ڪُنڀ جو ميلو لڳندو هو. جيڪو هاڻ حڪومت برپا ٿيڻ ڪانپوءِ بند ڪرايو ويو. هاڻ حڪومت جي گادي اروڙ هئي، جيڪا ساڌ ٻيلي تيرٿ کي ويجهو هئي.

سوامي بنکنڊي مختلف هنڌن جي ياترا ڪندو بمبئي آيو. جتان گرنار ۽ گرنار کان دوارڪا پهتو. دوارڪا مان ڪوچ ڪري مانڊوي، نارائڻ سر ۽ مغربين مان ٿيندو سنڌ جي مٽيءَ تي اچي پير گهمايائين.

وڪرمي سنبت 1878 (1821ع) ۾ سنڌ جي ٺٽي شهر ۾ پير پاتائين، جتي سريچند جي ڏوٽيءَ تي مٿو ٽيڪي هيڙيءَ رستي ڪوٽڙيءَ کان ٿيندو حيدرآباد پهتو. حيدرآباد ۾ هڪ سال تائين ديرو ڄمائي ڪافي ناماچاري حاصل ڪيائين. اتان ڪُوچ ڪري اُتر سنڌ ڏانهن اسهيو ۽ هفتو خيرپور ۾ رهڻ کانپوءِ روهڙيءَ پهتو. هتي ٻن ڀائرن سيٺ گهمڻ مل ۽ ريجهو مل سندس وڏو آڌرڀاءُ ڪيو. جن وٽ ڪجهه وقت مهمان ٿي رهيو. اُتي تلسي رام نالي شخص سندس چيلو ٿيو. اهو سن 1822ع (وڪرمي سنبت 1879) هو. ان وقت اتر سنڌ ۾ ٽالپر حڪمرانن جي راڄڌاني بکر جي قلعي ۾ هئي. هڪ ڀيري سوامي مهراج اهو قلعو گهمڻ ويو. جتي قلعي جي ڪوتوال/ سِڪ مختيار دلپتسنگهه سندس گهڻي خدمت ڪئي، جنهن کان خوش ٿي بنکنڊيءَ ڪيس دعا ڪئي ته هو قلعي ۾ وزير ٿيندو. 14 ڏينهن کانپوءِ مير صاحبن دلپتسنگهه کي پنهنجو وزير مقرر ڪيو. هي اهو ئي دلپتسنگهه آهي، جيڪو ميرن جي صاحبيءَ کانپوءِ بنکنڊي مهراج جو چيلو اچي ٿيو. مير سهراب خان اڪثر سوامي بنکنڊيءَ سان ساڌٻيلي ۾ ملڻ ويندو هو. هن هتي ٻڙ جا ٽي وڻ پوکايا هئا، جن کي اڳتي هلي 'برهما، وشنو ۽ مهيش' جا نالا ڏنا ويا. ميرن جا هندو وزير ۽ شهر جا ٻيا هندو هتي اچي تمام گهڻو دان ڏيندا هئا.

ڪجهه وقت کانپوءِ سيٺ گهمڻ مل ۽ ريجهو مل جي ٽئين ڀاءُ هاسانند جي پٽ ديانند جو ڪرم سنسڪار ٿيڻ وارو هو. سوامي بنکنڊيءَ سيٺين کي چيو ته هي ڪرياڪرم سنڌوءَ جي پيٽ ۾ جيڪا ٻيٽاري آهي، اُن تي ٿيڻ گهرجي. اُن حڪم موجب سيٺئي سوامي بنکنڊيءَ کي ساڻ ڪري هڪ ٻيڙيءَ رستي وچ ڌارا واري ان ٽڪريءَ تي آيا. جيڪا بکر قلعي جي اولهه ۾ هڪ ٻيٽاريءَ وانگر هئي. ٻيا ماڻهو ته ڪرم سنسڪار کانپوءِ پنهنجي گهرن ڏانهن موٽي ويا. پر سوامي بنکنڊي مهراج پنهنجي پياري چيلي تلسي رام سان اتي رهجي ويو. هو اتي ڏوٽي هڻي آسڻ لڳائي ويهي رهيو. نون ڏينهن جي تپسيا ۽ پوڄا کانپوءِ چون ٿا ته ديويءَ ڪيس درشن ڏنو.

گرو بنکنڊيءَ کي ساڌن سان گهڻو پيار هوندو هو. ان ڪري 1823ع (سنبت 1880) ۾ برپا ڪيل هن آستان جو نالو 'ساڌٻيلو' رکيائين. سوامي هن تيرٿ ۾ ڪيترا گهاٽ ٺهرايا، جن تي ڌار ڌار نالا رکيائين، جهڙوڪ: راجا گهاٽ، ورڻ گهاٽ، گئو گهاٽ، هردوار گهاٽ، گڻيش گهاٽ، ديوي گهاٽ، ڪرشڻ گهاٽ، رام گهاٽ، سرسوتي گهاٽ، سورج گهاٽ، وشنو گهاٽ، شو گهاٽ، برهما گهاٽ، دڪ پڄني گهاٽ، ترويٽي گهاٽ، جمنا گهاٽ، پيروَ گهاٽ، يم گهاٽ وغيره وغيره. سوامي بنکنڊيءَ هتي هڪ مندر به ٺهرايو، جنهن ۾ 'ڌرم گرنٿ' (اُداسين جي واڻي) جو ورد ٿيندو هو. هنن گهاٽن تي وهنجڻ ۽ مندرن جي درشن کي ٻين تيرٿن وانگر پوتر سمجهيو ويو.

1843ع ۾ انگريزن، سنڌ تي قبضو ڪيو ته سکر جو حاڪم ڪيپٽن پينڪ ويلس ٿيو، سندس دِل تي ته ساڌٻيلي واري وڻندڙ آستان تي پنهنجو بنگلو ٺهرائي. هن ٽي ڀيرا هندو، مسلم ۽ گورن ڪاريگرن رستي ڪم ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هر ڀيري سندس ڪم ڇوٽ ٿي ويندو هو. نيٺ اُن انگريز مهراج بنکنڊيءَ آڏو آڻ مڃي ۽ ڪيس مندر ٺهرائڻ جي اجازت ڏني. ان سال ئي دلپت سنگهه، ميرن جو وزير سوامي بنکنڊيءَ جو اچي چيلو ٿيو. هندو سناتن ڌرم جي شيوا لاءِ مهاراجا ٻيٽ تي ديوي مهاديو، گڻيش، هنومان، ست نارائڻ، اُداسين آچاريہ جڳت گرو سري چندر ڀڳوان جون مورتيون رکائي، جُدا جدا مندر ٺهرايا. هن تيرٿ تي اچڻ لاءِ سکر ۽ روهڙيءَ کان ٻيڙيون هلڻ لڳيون. بنکنڊي مهراج جي تپسيا ۽ معجزن هن تيرٿ کي مشهور ڪري ڇڏيو ۽ ترت ئي هند سنڌ ۾ ساڌٻيلو هڪ ناميارو تيرٿ آستان بڻجي ويو. سوامي مهراج بنکنڊيءَ وڪرمي سنبت 1920 (1863ع) جي آکاڙ مهيني جي ٻي تاريخ، اگاري جي ڏينهن پرياڻ ويلي لاڏاڻو ڪيو.



ان کانپوءِ هن آستان وڏي ترقي ڪئي. سنگ مرمر جا سهڻا مندر ٺهيا. سرسبز باغ باغيچا لڳا، سهڻا چبوترا ۽ دالان ٺهيا، پنڌاري لاءِ شاهي هال، لائبريري، اپياس گهر، ساڌن لاءِ ڪوٺيون ۽ زنانا مردانا گهاٽ تيار ٿيا. سڄو ڏينهن ٻيڙين رستي ماڻهن جي اچ وڃ شروع ٿي وئي. باغن جي سوڀيا کي مورن ۽ ٻين سهڻن پکين سان سنواريو ويو ۽ اهڙيءَ ريت چند سالن ۾ جهنگل ۾ منگل مچي ويو. سنگ مرمر تي اُڪر جو ڪم خاص ڪري قديم چنسالي‌ءَ ذريعي ڪيو ويو. جيڪو سرڳ (جنت) ۽ نرڳ (دوزخ) جو نظارو پيش ڪري ٿو. آستان کي ڌار بجلي گهر ڏنو ويو. هتان جا ساڌو برهمچاري رهيا ۽ روحاني سگهه وڌائڻ لاءِ سڄو ڏينهن عبادت ۾ مشغول رهندا هئا. هن آشرم جي گادي نشين 1889ع ۾ سکر شهر ۽ مياڻي روڊ جي الهندي روڊ جي ڇيڙي تي (ٻئريج ڪالونيءَ وٽ) هڪ سُکو ساڌٻيلو به ٺهرايو هو. جيڪو اڄ پنهنجو وجود وڃائي چڪو آهي.

ساڌيلي آستان تي شوراتڙيءَ جو ميلو ويساکي/ چيٽي چنڊ ۽ هر سهائو جمعو به ملهايو ويندو هو. جنهن ۾ سڄو ڏينهن ڪيرتن ٿيندو هو ۽ شام جو ڀهراڻو صاحب ڪنيو ويندو هو.

ساڌيلي تيرٿ تي بعد ۾ اها رونق ۽ جهلڪ قائم نه رهي، جيڪا ورهاڱي کان اڳ موجود هئي.

سوامي بنکنديءَ جي وفات ڪانپوءِ ساڌيلي تيرٿ آستان جي گديسرن/ گادي نشينن جو 1949ع تائين تفصيل هيٺ ڏجي ٿو: سوامي هري پرساد (1863- 1864ع)، سوامي موهن داس (1864- 1868)، سوامي سنتداس (1868- 1872)، سوامي هري گراساد (1872- 1883)، سوامي اچل پرساد (1883- 1886)، سوامي جٽرامداس (1886- 1893)، سوامي هري نامداس (1893- 1949)، گهنشام داس (1949).

هن آستان تي ساڌيلا لائبرري به قائم هئي، جنهن جو بنياد سوامي هرنامداس وڌو هو ۽ سندس هندستان وڃڻ ڪانپوءِ لائبرري ڪافي عرصو بند رهي، جنهن ڪانپوءِ بابا هنومان شيوا منڊلي سکر جي ڪارڪنن لائبرريءَ کي ٻيهر سنواري ٺاهيو ۽ ڪتابن کي ٻولين مطابق الڳ الڳ ڪيو ويو. هن لائبرريءَ ۾ 11000 کن ڪتاب موجود هئا، جن ۾ املهه هٿ جا لکيل ڪتاب، گرو گرنٿ صاحب، رامائڻ، شريمد ڀاڳوت گيتا، گرٻاڻيءَ جا ڪتاب، ويد، اپنشد وغيره موجود هوندا هئا. ان ڪانسواءِ پراڻيون تصويرون ۽ خط به موجود هوندا هئا. 1984ع ۾ سوامي بنکنڊي مهراج جي ورسيءَ جي موقعي تي لائبرريءَ جو افتتاح ڀائي وشنداس ٻيهرلوءِ واري ڪيو. 1982ع ۾ سنڌ جي گورنر جنرل ايس. ايم. عباسيءَ ساڌيلي تيرٿ ۽ لائبرريءَ جو معائنو ڪيو هو. اپريل 1983ع ۾ پاڪستان جو فوجي صدر جنرل ضياءِ الحق به هي تيرٿ گهمڻ آيو هو. فبروري 1984ع ۾ اڳوڻي مشير ايم. پي. ڀنڊارا، ساڌيلي تيرٿ جو دورو ڪيو هو. جولاءِ 1984ع ۾ پاڪستان ۾ هندستان جي ڪائونسليٽ جنرل پارٿا سارٿي به ساڌيلي تيرٿ ۽ لائبرريءَ جو معائنو ڪيو هو. ساڳئي مهيني ۾ هندستان جي اطلاعات ۽ نشريات جي وزير ايڇ. ڪي. ايل. ڀڳت پڻ ساڌيلي تيرٿ جو دورو ڪيو هو. ان ڪانسواءِ ڪيترا ٻاهريان ياتري ۽ سياح ساڌيلي جو درشن ڪرڻ ايندا آهن. هندستان جي بمبئي شهر ۾ ڊيسائي روڊ تي ساڌيلو تيرٿ آشرم قائم آهي، جنهن پاران ڪيترا ڌرمي ادارا، پاٺشالائون، لائبرريون قائم ڪيون ويون آهن، جهڙوڪ: ساڌيلو آشرم هردوار، پنچائتي آشرم ساڌيلو هردوار، ساڌيلو ديراقليلي پٽيالا، ساڌيلا ايجوڪيشن سوسائٽي بمبئي، شري بنکنڊي چيريٽيبل ٽرسٽ بمبئي، ساڌيلا ميڊيڪل بئنڪ ڊسپينسري بمبئي، ساڌيلا سنسڪرت مهاوديالا ورٽاسي، ساڌيلا پريو آشرم دهلي، ساڌيلا هري نارائڻ اسپتال هردوار، ساڌيلا آشرم سول ڊرائيو ليگ سٽي آمريڪا وغيره.

گذريل عوامي حڪومت ساڌيلي جي مرمت ۽ آرائش لاءِ ڪافي بجيٽ مقرر ڪئي هئي ۽ ان جو تعميراتي ڪم ڪرايو هو.

**ساڌنا ڀڳت**: ڀڳتي تحريڪ جو پرچارڪ ۽ ڀڳت ڪبير جو شاگرد ساڌنا، سيوهڻ، سنڌ ۾ پيدا ٿيو هو. ڪاسائي هو ساڌنا، نامديو نالي ڀڳتي تحريڪ جي اهم ڀڳت جو همعصر هو. سندس زماني ۾ هند سنڌ ۾ ڀڳتي تحريڪ عروج تي هئي ۽ ماڻهن ۾ پريم ۽ انسان دوستيءَ جو پرچار ڪيو پئي ويو. ساڌنا کي ننڍي هوندي کان ئي ڪاسائڪو ڌنڌو ورثي ۾ مليو هو جيئن ئي هوش سنڀاليائين ته سماجي ابترين، ذات پات ۽ مذهبي ڀيدڀاوَ سندس ذهن کي جهنجهوڙيو. هن نوجوانيءَ ۾ پنهنجو آبائي ڌنڌو ترڪ ڪري، ڀڳت بڻجي ماڻهن ۾ پريم منشا جي پرچار کي ترجيح ڏني. سنڌ ۾ اڪثر هندن تي ڀڳتي تحريڪ جي اصولن ۽ نظريي کي خوب پکيڙيائين. سندس تعليمات ۾ پنڊتن، پروهتن، مولوين ۽ ٻين مذهبي ڀيد ڀاؤ پکيڙيندڙن خلاف ماڻهن ۾ شعور پيدا ڪرڻ جو نقطو خاص شامل هو. جنهن جو بنيادي مقصد خداشناسي ۽ خودشناسي هو.

**ساڌنا شوداساڻي**: هندي فلمن جي نامور سنڌي اداڪاره ساڌنا شوداساڻيءَ جو جنم حيدرآباد، سنڌ ۾، 2 سيپٽمبر 1941ع تي ٿيو. سندس وڏا اڳتي هلي ڪراچيءَ وڃي رهيا. ورهاڱي سبب سندس خاندان سنڌ ڇڏي ڀارت ۾ پهرين اتر پرديش ۾ رهائش اختيار ڪئي ۽ پوءِ 1950ع ڌاري بمبئيءَ ۾ رهيو، جتي 1957ع ڌاري هن مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪئي. هن وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ جئه هند ڪاليج بمبئيءَ ۾ داخلا ورتي. هن پندرهن سالن جي عمر ۾ ڪاليج جي زماني ۾ شري 420 (1955ع) فلم جي گاني 'ايچڪ دانا، بيچڪ دانا' تي صداڪاري ڪئي هئي. مشهور اداڪار هري شوداساڻي سندس چاچو ۽ نالي واري سنڌ ڄائي فلمي اداڪاره ببيتا سندس سوٽ هئي. گهريلو ماحول سبب اداڪاريءَ جو شوق منجهس ننڍي هوندي کان ئي هو. هن باقاعدي 1958ع ڌاري فلمي دنيا ۾ پير پاتو. سندس پهرين فلم 'اباڻا' هئي، جيڪا اڄ به سنڌيءَ جي مقبول ترين فلم سڏجي ٿي. سنڌي فلم 'اباڻا' ڪانپوءِ هن 1960ع ڌاري هندي/ اردو فلم 'لَوِ ان شملا' ۾ ڪم ڪيو جيڪا هن جي پهرين هندي/ اردو فلم هئي، جنهن ۾ هن هڪ گوناڻي ڇوڪريءَ جو ڪردار ادا ڪيو. سندس اها فلم 1960ع جي سڀ کان بهترين فلم قرار ڏني وئي. فلم جي ڪاميابيءَ ڪانپوءِ فلماليا طرفان ساڻس ٽن سالن جو معاهدو ڪيو ويو ۽ سندس شمار هندستان جي چند بهترين اداڪارائن ۾ ٿيڻ لڳو. 1961ع ۾ سندس هي فلم 'هم دونون' به تمام مقبول ٿي. ان ئي دوران جئه مکرجيءَ سان گڏ 'ايڪ ٿا مسافر، ايڪ ٿي حسينا' ۾ ڪم ڪيائين، سندس اها فلم پڻ ڪافي مقبول ٿي. 1960ع کان 1970ع جي وچ واري عرصي ۾ هن کي باليووڊ جي پهرئين نمبر جي اداڪاره جو درجو مليو. ان ڪانپوءِ سندس ڪيترين



ٿي فلمون ان وقت باڪس آفيس تي سپر هٽ ٿيون. جن مان: 'ميري محبوب' (1963ع، جنهن نيشنل ۽ فلم فيئر اوارڊ کنيو)، 'وہ ڪون ٿي' (1964ع)، 'وقت' (1965ع)، 'ميرا سايہ' (1966ع)، 'انيتا' (1967ع) باڪس آفيس تي سپر هٽ ثابت ٿيون. سندس رقص تي مبني 'لگ جا گلي'، 'نينا برسي'، 'جهمڪا گرا ري' وغيره سدا حيات فلمي گيت آهن. جن ۾ هن ناچ جا ڪلاسيڪل انگ آندا. ساڌنا کي اداڪاريءَ سان گڏ رقص تي بہ ملڪو حاصل هو. فلمي دنيا ۾ اچڻ بعد ساڌنا پنهنجي وارن جي خاص انداز سبب بہ مشهور ٿي. سندس وارن جو اهو انداز 'ساڌنا ڪٽ' جي نالي سان مشهور ٿيو.

1961ع ڌاري ٺهيل سندس فلم 'هم دونون' بليڪ اينڊ وائيٽ هئي. جنهن کي تازو، 2011ع ۾، رنگين فلمائي ٻيهر رليز ڪيو ويو آهي. سندس انهن فلمن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو جن ۾ هن اداڪاري ڪئي:

(1) شري 420 (1955ع)، (2) پريم پتر (1962ع)، (3) مند مانگي (1962ع)، (4) ايڪ مسافر ايڪ حسينا (1962ع)، (5) اصلي نقلي (1962ع)، (6) ميري محبوب (1963ع)، (7) وو ڪون ٿي (1964ع)، (8) راجڪمار (1964ع)، (9) وقت (1965ع)، آرزو (1965ع)، (10) ميرا سايہ (1966ع)، (11) گبن (1966ع)، (12) بدتميز (1966ع)، (13) انيتا (1967ع)، (14) استري (اُوڙيا زبان ۾: 1968ع)، (15) ايڪ قول، دو مالهي (1969ع)، (16) عشق پر زور نهين (1970ع)، (17) آپ آئي بهار آئي (1971ع)، (18) دل، دولت، دنيا (1972ع)، (19) هم سب چور هين (1973ع)، (20) گيتا ميرا نام (1974ع)، (21) ڇوٽي سرڪار (1974ع)، (22) وندنا (1974ع)، (23) امانت (1975ع)، (24) محفل (1978ع)، (25) نفرت (1987ع)، (26) آخري نشاني (1988ع)، (27) الفت ڪي نئي منزلين (1994ع) رليز ٿيون.

ساڌنا شوداساڻيءَ ان وقت جي مشهور اداڪارن: ديوَ آنند، ڄئہ مڪرجي ۽ ٻين سان اداڪاري ڪئي. وچ ۾ سندس طبيعت ناساز ٿي پئي ۽ ڪيترو عرصو بوسٽن اسپتال آمريڪا ۾ زير علاج رهي ۽ 1969ع ڌاري واپس هندستان آئي. 1989ع ڌاري هن ۽ سندس مڙس هڪ پراڊڪشن ڪمپني قائم ڪئي. ان دوران هن هڪ فلم جي ڊائريڪشن پڻ ڏني. سندس شادي 'لوِان شملا' فلم جي سيٽ تي ساٿس ڪم ڪندڙ ڊائريڪٽر رام ڪرشنا سان 1966ع ۾ ٿي، جنهن مان کيس ڪو اولاد نہ ٿيو.

ساڌنا کي بهترين اداڪاره طور وڏي مشهوري ملي. کيس بهترين اداڪاره طور فلم فيئر اوارڊ لاءِ ڪيترا ڀيرا نامزد ڪيو ويو انٽرنيشنل انڊين فلم اڪيڊميءَ پاران 2002ع ۾ کيس فلمي خدمتن عيوض لائيف ٽائيم اچيومينٽ اوارڊ (وفات ڪانپوءِ) مليو آخري عمر ۾ کيس اکين ۽ دم جي بيماري ٿي پئي، جنهن جو علاج پڻ هن بوسٽن اسپتال آمريڪا مان ڪرايو. آخر 1995ع ڌاري وفات ڪيائين.

ساڌنا، سنڌي، هندي فلم انڊسٽريءَ جي غير معمولي اداڪاره ٿي گذري آهي. بالي ووڊ جون مشهور فلم اسٽار ڀينرون: ڪرشما ڪپور ۽ ڪرينا ڪپور هن جي سئوٽ ڀيڀيتا جون ڌيئرون آهن. هندستاني فلمن جو هيرو آفتاب شوداساڻي پڻ ساڳيءَ آکھ سان تعلق رکي ٿو سنڌ سان وابستہ هن خاندان جي نامور اداڪارن کي بين الاقوامي شهرت حاصل هئڻ سميت بالي ووڊ فلم انڊسٽريءَ اندر مجيل حيثيت حاصل رهي آهي.

**ساڌو:** هندومت جي ڪيترن فرقن ۾ ڪنهن فقير، بزرگ يا اُن جي چيلي کي 'ساڌ' يا 'ساڌو' چوندا آهن. 'ساڌ' لفظ سنڌيءَ ۾ 'سچي' (شخص) لاءِ ڪم ايندو آهي. مثال طور: 'اوڻٽيهين راتيون چور جون، ٽيهين رات ساڌ جي!' ساڌو لفظ ڀڳتن لاءِ بہ استعمال ڪيو ويندو آهي.

ڊينزل ابٽسن (Denzil Ibbetson) لکيو آهي تہ: "هن فرقي جو بنياد 250 سال اڳ 'ويرڀان' نالي هڪ هندو فقير وڌو هو هي فقيرتماڪ جو واهپو ڪو نہ ڪندا آهن، روحاني پاڪيزگيءَ تي گهڻو ڌيان ڏيندا آهن ۽ ڌرمي عبادتون گڏجي ڪندا آهن. ساڌو سلسلي ڪان وڌيڪ فرقي سان واسطو رکن ٿا.



ننگرپارڪر: ساڙدري مندر ۾ رهندڙ هڪ ساڌو

اِي. ڊي. ميڪليگن (E. D. Maclagan) جي لکڻ موجب: "هن فرقي جو اصل باني راءِ داس جو چيلو اوڌو داس هو. هن فرقي جا ڌرمي اڳواڻ پاڻ کي بہ 'ساڌو' سڏائيندا هئا. جيئن چمارن جا ساڌو، جلاهن يعني ڪورين جا ساڌو، چٽنداسي ساڌو، ڪبير بنسي ساڌ، نرملا ساڌ وغيره.

ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا جي مصنف 'ساڌ/ ساڌو' هندو ڀڳتن ۽ هندو جتن کي سڏيو آهي. ايس. ايم چنا چاڻايو آهي تہ ساڌو ٻن فرقن سان واسطو رکن ٿا، يعني هڪڙا 'غريب داس'، جيڪي سڪن جي ڌرمي اڳواڻ غريب داس جا پوئلڳ آهن ۽ ٻيا 'گهسي پنٿي' (Ghisi Panthi).

سنڌي هندن ۾ ڪيترا سماجي خدمتگار شخص ساڌو لقب سان مشهور آهن، جن ۾: ساڌو هيرانند، ساڌو نولراءِ ۽ ساڌو ٽي. ايل. واسواڻي جا نالا وڏو قدر ۽ منزلت رکن ٿا. اصل ۾ ساڌوپنٿي هندن کان هڪ ڌار فرقو آهي. هي فرقو جيئنين ۾ بہ ٿئي ٿو اڳي ٿرپارڪر ۾ کي 'ساڌو پنٿي جيني' بہ رهندا هئا، پر هن وقت هي فرقو سنڌ ۾ معدوم آهي.

**ساڏواڻي** (سدواڻي): هزاري بلوچن جو هڪ پاڙو آهي، ساڳي ذات کي رحيمداد مولائي شيدائيءَ، ساداواڻي ۽ ڊاڪٽر بلوچ 'سدواڻي' بہ لکيو آهي.

- منيءَ جي لوهاڻن جو هڪ پاڙو پڻ ساڏواڻي سڏجي ٿو هيءَ ذات يا نڪ ڪنهن ساڌو نالي شخص پنيان سڏي وئي آهي.

**ساڌواڻي، هيرانند ٽيڪچند:** هيرانند ٽيڪچند ساڌواڻي، 6 فيبروري 1917ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائو. ورهاڱي کان پوءِ پوني (هندستان) ۾ وڃي آباد ٿيو. جتي هو اڳتي هلي IAS آفيسر ٿيو.

هيرانند ساڌواڻي ڪيترن اهم سرڪاري عهدن تي رهي چڪو آهي. هن ڪليڪٽر بيجاپور ۽ بمبئي، ڊپٽي ڪمشنر بمبئي ميونسپل ڪارپوريشن ۽ ڊپٽي سيڪريٽري هوم ڊپارٽمينٽ وغيره. رٽائرمينٽ ڪانپوءِ ان لئڪس ۽ ٻڌراڻي هاسپيٽل پوني ۾ اعزازي فنانشل ڪنٽرولر جي عهدي تي رهي ڪم ڪيائين. سندس ڪيترائي ڪتاب، جهڙوڪ: (1 The Golden Rose Way)، (2) نوري گرنٿ (انگريزي ترجمو)، (3) نوري (200 گيت) ڇپيل آهن.

هيرانند ٽيڪچند ساڌواڻيءَ جي رهائش ’فائيو اسٽار اپارٽمينٽس‘ پوني ۾ رهي.

**ساڌو ٽي. ايل. واسواڻي:** (ڏسو: ٽي. ايل. واسواڻي، جلد ٻيو).

**ساڌو نولراءِ:** ساڌو نولراءِ، سنڌ جو ناميارو سماج سڌارڪ ۽ برهمو سماجي اڳواڻ ٿي گذريو آهي، جنهن 10 جولاءِ 1848ع تي، حيدرآباد، سنڌ جي ناميارين شخصيت، مکي شوقيرام آڏواڻيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. هن جو والد شوقيرام آڏواڻي، ميرن جي شڪست وقت مکي آوتراءِ ڪانپوءِ، حيدرآباد جو مکي بڻيو هو. نولراءِ، مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪرڻ ڪانپوءِ، روينيو کاتي ۾ ڪلارڪ مقرر ٿيو، جتان ترقي ڪري، ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تي پهتو، جيڪو عهدو، ان زماني ۾ هڪ سنڌيءَ توڙي هند واسيءَ لاءِ وڏو عهدو هو. نولراءِ، حيدرآباد ۾، ’سک سڀا‘ جو پايو وڌو هو، جيڪا گرو نانڪ جي معتقد ۽ معتبر هندن تي ٻڌل هڪ تنظيم هئي. ساڌو نولراءِ پهريون سنڌي اڳواڻ هو، جنهن سنڌ ۾ برهمو سماج جو بنياد رکيو. برهمو سماج جو پسمنظر هي آهي ته انگريزن، سنڌ 1843ع ۾ فتح ڪئي، ان کان 13 سال اڳ راجا رام موهن راءِ، 1830ع ۾ بنگال ۾ برهمو سماج جو بنياد وڌو هو جيڪو ان زماني جي پس منظر ۾، هڪ انقلابي قدم هو. برهمو سماج هڪ سماجي تحريڪ هئي، جنهن جون شعوري پاڙون ننڍي کنڊ جي ڏاهپ ۽ اخلاقيات ۾ کُتل هيون ۽ ان جو فلسفو يورپي ڏاهپ ۽ سماجي وهنوار جي طور طريقن کان متاثر هو. هن تحريڪ اڳتي هلي، ستيءَ جي رسم جو خاتمو آندو، ڇوڪرين جي تعليم عام ڪئي ۽ مذهبي رواداريءَ جي سوچ کي ترقي ڏني. راجا رام موهن راءِ جي وفات کانپوءِ ’برهمو سماج‘ کي مها ڪوي ٽئگور ۽ ڪيشپ چندرسين اڳتي وڌايو ۽ ان ۾ سُڌارا آندا.



ساڌو نولراءِ، پهريون سنڌي هو جنهن سڀ کان اڳ ۾، ڪيشپ چندرسين جي برهمو سماج تحريڪ جو سڌ ورتايو. هن پنهنجي روحاني نيتا کي روبرو ٻڌڻ لاءِ سريلنڪا ۽ ڪلڪتي جا پنڌ ڪيا. نولراءِ جڏهن 15 آڪٽوبر 1872ع تي، ڪمشنر آفيس مان بدلي ٿي، ٿرپارڪر ضلعي ۾ ايڪسٽرا اسسٽنٽ ڪليڪٽر ٿي آيو ته 11 ڊسمبر 1873ع کان حقي موڪل وٺي، ڪيشپ چندر سين سان ملڻ لاءِ ڪلڪتي ويو. جتان واپس اچي هن حيدرآباد ۾ اڳ قائم ڪيل ’سک سڀا‘ کي ساٿين جي مشاورت سان ڦيرائي برهمو سماج مندر ۾ تبديل ڪيو ۽ ان جو افتتاح، هن مهارشي ديوندرناٿ ٽئگور جي وڏي پٽ، حيدرآباد، سنڌ جي سيشن جج، ستيندرناٿ ٽئگور کان 1875ع ۾ ڪرايو. ان موقعي تي رواداريءَ ۽ سهپ جي برهمو متي کي قائم رکندي، شهر جي قاضيءَ، قرآن جون آيتون، تلاوت ڪيون، ديوان ڪوڙيمل چندن، ’برهم ڌرم‘ جا مول متا پڙهي ٻڌايا ۽ ساڌو نولراءِ پرارٿنا ڪئي. اهو مندر، حيدرآباد جي موجوده سول اسپتال جي سامهون، هاٿوڪي لبرٽي مارڪيٽ وٽ هو. ان مندر جي تعمير جو سجو خرچ ساڌو نولراءِ ڪيو هو. جڏهن اڳتي هلي برهمو سماج تحريڪ زور ورتو ته هن پراڻي مندر جي ڏکڻ ۾ شراڪتي فيصلي سان هڪ نئون برهمو مندر ٺهرايو ويو، جنهن جي تعمير لاءِ نولراءِ جي ڀاءُ تاراچند شوقيرام ڪوششون ورتيون ۽ ان جو سمورو خرچ حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جي برهمو مردن ۽ عورتن پريو. ان مندر جو مهورت، ڪيشپ چندرسين جي نياڻيءَ، مهاراڻي سچارو ديويءَ، ڏياريءَ جي ڏينهن تي آڪٽوبر 1931ع ۾ ڪيو هو.

ساڌو نولراءِ، برهمو سماج جي سکيا جي شروعات پنهنجي گهر کان ڪئي، شروع ۾ گهر توڙي پنچائت وڏو ڏڪيڙ ڪيو. پر هن ان جو مقابلو برجستگيءَ ۽ همت سان ڪيو. اهو عجيب اتفاق هو، ته ان زماني ۾ حيدرآباد جي سماجي افق تي عظيم شخصيتن جي ڪهڪشان موجود هئي، جنهن جمود واري فضا ۾ تحرڪ آندو ۽ اهڙو وايومنڊل پيدا ڪيو، جنهن سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ وچولي طبقي کي متاثر ڪيو. ان ڪهڪشان (Galaxy) جا ستارا نولراءِ شوقيرام (1893-1848)، ديوان ڪوڙو مل چندن مل (1916-1843)، راج رشي ڏيارام گدو مل شهاڻي (1927-1857) ۽ ساڌو هيرانند (1893-1863) هئا. جن برهمو سماج جي پليٽفارم تان سماج جي سڌاري جون هيٺيون ڪوششون ڪيون:

(1) ڇوڪرين جي تعليم کي عام ڪرڻ، (2) عورتن جي علاج معالج جو بندوبست ڪرڻ، (3) سستي ۽ عوام جي مددگار ادب جاري ڪرڻ جو انتظام ڪرڻ، (4) نشي جي خلاف مهم هلائڻ، (5) مذهبن جي وچ ۾ ڀائپي پيدا ڪرڻ.

هنن ڪوشش جي نتيجي ۾ سنڌ، ان وقت جي انقلابي تحريڪن جي مرڪز، ڪلڪتي سان سڌي رابطي ۾ آئي. سنڌ ۾ ساڌو نولراءِ ۽ سندس ساٿي عملي ڪوششون ڪري رهيا هئا. ان دؤر جي عوامي تنظيمن ۽ سيائن جي ڪوشش جا مثال شاندار عمارتن جي صورت ۾ اڄ به حيدرآباد، ڪراچي، شڪارپور ۽ سکر ۾ موجود آهن. هن تحريڪ سستي ادب جي ميدان ۾، عوامي آگاهيءَ لاءِ ڪيترا

ڪتابچا ۽ مضمون ڇپايا. ساڌو نولراءِ نہ رڳو پنهنجي ڀائرن جي تربيت ۽ تعليم ۾ ڪردار ادا ڪيو، پر ساڌو هيرانند سان گڏجي سنڌي عورتن جي تعليم ۽ صحت لاءِ وڏو سماجي ڪم ڪيو هن 1888ع ۾ پنهنجي ننڍي ڀاءُ هيرانند سان گڏجي يونين اڪيڊميءَ جو بنياد وڌو ۽ 1890ع ۾ نولراءِ، هندو سوشل رفارم ائسوسيئيشن جي گرمڪيءَ ۾ نڪرندڙ مخزن 'سڌار پتريڪا' جو ايڊيٽر ٿيو. هن ڪراچيءَ ۾ ڪوڙهہ گهر، حيدرآباد ۾ عورتن جي اسپتال ۽ شڪارپور ۾ يتيم خانا کولايا. ننڍپڻ جي شادين خلاف مهم هلائي، سخت مخالفتن کي منهن ڏنو. سندس اپڪار ۽ سماجي خدمت جا ڪارناما سنڌ جي تاريخ ڪڏهن بہ وساري نہ سگهندي. هن جو ڪيشپ چندرسين جي هيٺئين سنيهي ۾ پڪو يقين هو:

"مستقبل جون ڌيئرون ۽ پٽ، هندوڌرم ۽
اسلام جي اعليٰ ۽ نفيس روايتن جا امين ۽ وارث هوندا،
هو تمام اعليٰ ڀاڄهہ ۽ پيار جي قربت ۾ رهندي،
زندگيءَ جي هر موڙ تي انهيءَ جي خدمت ڪندي،
سچ جو سات ڏيندا ۽ ڪوڙ ۽ گناهہ جو مقابلو ڪندا."

سنڌ جي هن عظيم سماج سڌارڪ ۽ تعليمي خدمتگار، ساڌو نولراءِ، 22 نومبر 1943ع تي لاڏاڻو ڪيو. سندس سماڌي برهمو سماج مندر ۾ ٺاهي وئي، جنهن کي اڳتي هلي ڪليمينٽن ڊهرائي پٽ ڪري، ان ميدان تي لبرٽي مارڪيٽ ۽ حسين اسڪوائر ٺهرايا.

**ساڌو هيرانند:** ساڌو هيرانند، سنڌ جي عظيم سماج سڌارڪ، مکي شوقيرام آڏواڻيءَ جو ٽيون نمبر فرزند هو. وڏو نولراءِ، ان کانپوءِ تاراچند، هيرانند ۽ موتيرام. هيرانند، 23 مارچ 1863ع تي، حيدرآباد، سنڌ ۾ ڄائو. پيءُ جي ترت لاڏاڻي کانپوءِ، نولراءِ، هيرانند ۽ ٻين ڀائرن جي سماجي پالنا ۽ تعليمي تربيت ڪئي.



ساڌو هيرانند، ابتدا ۾ آخوند ولي محمد جي مڪتب ۾ سنڌي ۽ فارسي سکي، پوءِ نارمل هاءِ اسڪول حيدرآباد [موجوده ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد جي اسڪول] ۾ پڙهيو. 16 ورهين جي ڄمار ۾ سندس شادي ٿي. سندس ڀاءُ نولراءِ برهمو سماج کان متاثر هو ۽ ان جي اڳواڻ ڪيشو چندر سين سان ملاقات ڪري، ڪانئس ڪافي اتساهہ پرائي چڪو هو. ان ڪري هن 1880ع ڌاري ڀاءُ هيرانند کي، اڳتي پڙهائڻ لاءِ ڪلڪتي موڪليو جتي هن ڪاميابيءَ سان مئٽرڪ ڏني ۽ تعليم سان گڏ برهمو سماج جي اڳواڻ، ڪيشو چندرسين سان سندس گهرپاتيءَ وانگر گذاريو. اتي ان وقت جي وڏين تاريخ ساز هستين سان ڪيس ملڻ جا موقعا مليا، جن ۾ رام ڪرشن پرمهنس (1839-1836) بہ هڪ هو. جنهن سان هن جا زندگيءَ جي آخرين گهڙين تائين ناتا قائم رهيا.

هيرانند، سنڌ جو پهريون شاگرد هو جنهن مئٽرڪ ۽ گريجوئيشن ڪلڪتي مان ڪئي. 1884ع ۾ هو جڏهن سنڌ موٽي آيو تہ ڪراچيءَ ۾، 'سنڌ سڌار' (سنڌي) ۽ 'سنڌ ٽائيمس' (انگريزي) اخبارن جو ايڊيٽر مقرر ٿيو. نمائندن لاءِ 'خاطو' جو لفظ سندس ئي ايجاد ڪيل هو جيڪو اڄ بہ ڪتب ايندو آهي. انهيءَ دؤر ۾ پنهنجي وقت جو ذهين عالم ۽ سماج سڌارڪ ڏيارام گدو مل شهاڻي، جيڪو سيشن جج جي سرڪاري عهدي تي هئڻ سبب پنهنجي ڳجهي نالي سان ليک لکي، هيرانند جي ادارت ۾ شايع ٿيندڙ اخبارن ۾ موڪليندو هو. هيرانند پوءِ جلد ئي محسوس ڪري ورتو تہ سندس ڪم ڪرڻ جو ميدان صحافت نہ، پر سماج سڌار ۽ سماج شيوا آهي، تنهنڪري، 1887ع ۾ ڪراچيءَ کان حيدرآباد هليو آيو، جتي پنهنجي وڏي ڀاءُ ساڌو نولراءِ سان گڏجي، 1888ع ۾، ٻنهي ڀائرن حيدرآباد ۾ 'يونين اڪيڊميءَ' جو بنياد وڌو، جيڪا اڳتي هلي ٻنهي ڀائرن جي لاڏاڻي کانپوءِ سندن نالن پويان 'نولراءِ هيرانند اڪيڊميءَ' جي نالي سان مشهور ٿي، جنهن ۾ نصابي تعليم سان گڏ سنسڪرت زبان جي پڙهائي ۽ اخلاقي سکيا تي بہ زور ڏنو ويندو هو. انگريزن جي حڪومت جي قيام کانپوءِ، اهو پهريون خانگي اسڪول هو، جنهن جو پرنسپال هيرانند ٿيو. جنهن جي ان وقت جي اسڪولن جي انسپيڪٽر جان جيڪب، نهايت عمدن لفظن ۾ ساراهہ ڪئي هئي. ساڌو نولراءِ اڪيڊميءَ جي عمارت، حيدرآباد جي موجوده رسالا روڊ تي گول بلڊنگ جي سامهون واقع آهي، جنهن جي حاطي ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول نمبر 1- حيدرآباد، سنڌ لا ڪاليج ۽ فاطمہ گرلس هاءِ اسڪول قائم آهن. اسڪول جي مک ونگ جي ٻن ٿنڀن تي، سنگ مرمر جي ڪتبن تي ٻنهي ڀائرن- ساڌو نولراءِ ۽ ساڌو هيرانند جا نالا سندن جنم ۽ لاڏاڻي جي تاريخن سميت اڄ تائين اڪريل آهن.

نومبر 1890ع ۾ هندو سوشل رفارم ائسوسيئيشن جي پليٽفارم تان سنڌيءَ جي پهرين ماهوار مخزن 'سرسوتي' شايع ڪئي وئي، جنهن جو ايڊيٽر ساڌو هيرانند هو. جلد پوءِ ائسوسيئيشن هڪ ٻي مخزن 'سڌار پتريڪا'، گرمکي لپيءَ ۾ ڪڍي، جنهن جو ايڊيٽر نولراءِ ٿيو. هي ٻئي علمي مخزنون هيون، جن ۾ عورتن جا ليک شايع ٿيندا هئا ۽ سماج جي ڪڌين رسمن خلاف ليک ڇپي، سماج ۾ سڌارن آڻڻ جي حمايت ڪئي ويندي هئي.

هنن ٻنهي ڀائرن ڪراچيءَ ۾ هڪ ڪوڙهہ گهر، شڪارپور ۾ يتيم خانا ۽ حيدرآباد ۾ عورتن لاءِ اسپتال کولي، جنهن جو ساڌو هيرانند آنرري سيڪريٽري ٿيو. هنن ٻنهي ڀائرن کي ننڍپڻ جي شادين خلاف مهم جي نتيجي ۾ وڏين مخالفتن ۽ مصيبتن کي منهن ڏيڻو پيو. جڏهن حيدرآباد ۾ 1892ع ۾ ڪالرا جي وبائي بيماريءَ منهن ڪڍيو تہ هيرانند بيمارن جي علاج ۽ خدمت ۾ ڏينهن رات هڪ ڪري ڇڏيو. هنن ڀائرن ڇوڪرين جو پهريون اسڪول شروع ڪيو ۽ اتي پڙهائڻ لاءِ لکنؤ جي ٻن گوش پيننرن کي مقرر ڪيائون. شراب ۽ جوئا خلاف

سندن مهم سنڌي سماج تي وڏو اثر ڇڏيو. هنن سنڌو سيا پاران ڇوڪرين جا ڪيترا اسڪول قائم ڪرايا. هيرانند، پاڻ جي قائم ڪيل زناني ٽريننگ ڪاليج ۾ مفت تعليم پڙ ڏني.

هيرانند، گريجوئيشن ڪانپوءِ ڊاڪٽريءَ جي تعليم حاصل ڪري، ماڻهن جي مفت علاج لاءِ به سوچيو. جنهن لاءِ هو 1883ع ۾، ان وقت جي، عام ماڻهن جي مفت علاج ڪندڙ انگريز سول سرجن، 'ڊاڪٽر هوم اسٽيڊ' سان لهه وچڙ ۾ آيو. پر هن جي اها خواهش پوري نه ٿي، باوجود ان جي، هو غريبن جي علاج لاءِ دوا درمل جو انتظام ڪندو رهيو. ڊاڪٽر هوم اسٽيڊ رٽائر ٿيڻ ڪانپوءِ انگلنڊ هليو ويو. پر هيرانند ساڻس خط و ڪتابت جاري رکي. حيدرآباد جي هڪ عامل خاتون ڊاڪٽر هوم اسٽيڊ جي خدمتن جي مڃتا ۾، پڪي قلعي پرسان هڪ بلڊنگ ٺهرائي، جيڪا هوم اسٽيڊ هال جي نالي سان مشهور آهي، جتي پاڪستان جي قيام ڪانپوءِ ڪجهه عرصي لاءِ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي اسٽيشن قائم ٿي.

ساڌو هيرانند جي مشوري سان، مرزا قليچ بيگ جي پاءُ، ڊاڪٽر جعفر قلي ايف. مرزا، طب جي موضوع تي سنڌيءَ ۾ ڪتاب لکيو، جنهن ۾ ميڊيڪل سائنس جي يوناني طب سان ڀيٽ ڪئي وئي هئي، پر اهو مسودو، افسوس اڄڪلهه ناپيد آهي. مرزا قليچ بيگ، ساڌو هيرانند جي انهن همعصر دوستن مان هو، جنهن سان هو وقت به وقت سنڌي ادب بابت گفتگو ۽ گڏجي اڀياس ڪندو هو. هنن ٻنهي گڏجي مثنوي مولانا روم، ديوان حافظ، ڊارون جي ڪتاب 'Origin of Species' ۽ ٻين اهم ڪتابن جو اڀياس ڪيو هو.

عورتن جي ڏک ڏور ڪرڻ لاءِ، ساڌو هيرانند جو هميشه هڏ ڪُرڪندو هو. هن وس آهر زناني تعليم ۽ بيواهن جي زندگيءَ کي ڪارائتو بنائڻ لاءِ ڪين سکيا ڏيڻ جي ڪافي ڪوشش ڪئي. هن منگهارام ملڪاڻيءَ جي پڦي چترٻائيءَ کي، جيڪا نابين هئي، بريل رستي، ايتري انگريزي سيکاري، جو هوءَ ڪلاسيڪي انگريزي شاعرن جا ڪتاب پڙهي ويندي هئي ۽ چڱيءَ ريت انگريزي ڳالهائي سگهندي هئي.

ساڌو هيرانند حيدرآباد ۾ بهتر تعليم نه هئڻ ڪري، 1893ع ۾ پنهنجين ٻن ڏيئرن- لڇمي ۽ راميءَ کي بهار جي بانڪيپور شهر ۾ اگهور ڪامني پرڪاش راءِ وٽ، سندس نالي سان قائم ڇوڪرين جي اسڪول ۾ پاڙهڻ لاءِ وٺي ويو. پر اهو سفر سندس زندگيءَ جو آخري سفر ثابت ٿيو. جو بانڪيپور ويندي رستي ۾ کيس بخار ٿي پيو ۽ شهر پهچندي سندس حالت خراب ٿي پئي، تيز بخار 105 ڊگرين ڪان هيٺ لهي ئي نه، ۽ ان ڪانسواءِ کيس پيٽان دست ۽ رت اچڻ به بند نه ٿيا. نيٺ 14 جولاءِ 1893ع تي، صبح جو 11 وڳي، ساڌو هيرانند لاڏاڻو ڪيو. سندس پاءُ ساڌو نولراءِ، تار پهچڻ تي، يڪدم ريل رستي بانڪيپور پهتو جتي ڪنهن ڪانئس پڇيو ته، "توهان کي ڪو پٽ آهي؟" نولراءِ ڏاڍي گنڀيرتا سان وراڻيو "مونکي هڪ پٽ هو، جنهن 30 ورهين، ٽن مهينن ۽ 23 ڏينهن جي ڄمار ۾ پرلوڪ پڌاريو."

ساڌو هيرانند جي وفات کان ڪجهه مهينا پوءِ، 27 نومبر 1893ع تي ساڌو نولراءِ به لاڏاڻو ڪيو ۽ ٻنهي ڀائرن جون سماڌيون حيدرآباد جي برهمو مندر جي آڳنڊ ۾ الهندي پاسي ٺاهيون ويون. ورهاڱي ڪانپوءِ اها عمارت اوپڪيو پراپرٽيءَ طور ڪنهن مهاجر ڪرنل کي الاٽ ڪئي وئي. انهيءَ هنڌ گذريل صديءَ ۾ 70ع واري ڏهاڪي دوران، گرائونڊ فلور تي، لبرٽي مارڪيٽ ۽ ان مٿان فليٽن تي مشتمل چار ماڙ عمارت 'حسين اسڪوائر' جڙي وئي ۽ برهمو مندر ۽ ساڌو هيرانند ۽ نولراءِ جون سماڌيون مسمار ٿي ويون.



نولراءِ هيرانند اڪيڊمي، حيدرآباد، سنڌ

هيرانند هڪ عظيم انسان هو. هو هڪ وقت اخبارن جو پيسٽر، ايڊيٽر، ڊاڪٽر، استاد، تعليمدان، فلانٽراپسٽ (ڀلائيءَ جا ڪم ڪندڙ)، سماجي ڪارڪن ۽ سماجي سڌارڪ هو. جيڪو سوا ٽيهن سالن جي ڄمار ۽ 10-11 سالن جي عملي زندگيءَ دوران خاموش نه ويٺو ۽ لڳاتار سماج جي سڌاري لاءِ پتوڙيندو رهيو.

ساڌو هيرانند جي لاڏاڻي کان ڏهاڪو ورهيه پوءِ، سندس ساٿي ڏيارام گدومل شاهاڻيءَ، 1903ع ۾، Heeranand- A Humble Soul of Sindh نالي سان انگريزيءَ ۾، ساڌو هيرانند جي سوانح عمري لکي، جنهن جي مهاڳ ۾ هن لکيو ته، "هيرانند، نوڙت جو پتلو هو. هو هڪ اهڙو نماڻو گل هو، جنهن جي سڳنڌ، سنڌ جي صحرائي هوا ۾ رچيل رهي. هو جيڪڏهن ڪنهن شيءِ کي ڌڪاريندو هو، ته اها هئي شهرت: ۽ مان ورهين کان انهيءَ ٻڌڻ ۾ هوس ته اهڙي شخص جي زندگي، جيڪا ايڏي مختصر هجي، شايع به ڪرائجي چا؟ پر گهڻن ئي مسلسل پڇاڻن ڪانپوءِ، نيٺ مون سندس مختصر زندگيءَ جي سفر جي روئداد، انهيءَ اميد سان ٻڌائڻ جو فيصلو ڪيو، ته جيئن ٻين نماڻين آتمائن کي آٿت ملي. جو جيڪڏهن سچ جي واٽ ۾ ڪا قرباني نه ڏيبي، ته اتان به ڪا مدد نه ملندي."

24 ورهين ڪانپوءِ، ڏيارام کي خيال آيو ته ان ڪتاب ۾ ڪي سڌارا واڌارا آڻجن. پر پاڻ اهو ڪم ڪري نه سگهيو. ان ڪري هن هيرانند جي ويجهن دوستن- موتيرام ۽ پادري ريورنڊ پرموٿولال سين کي خط لکيو. پر موتيرام توڙي پرموٿولال جي تندرستي ٺيڪ نه هئي. ان ڪري ڪتاب جي واڌاري سڌاري جو ڪم هيرانند جي ويجهي بنگالي دوست

پادري جي. ڪي. ڪور (J. K. Kaor) ڪيو ۽ ڪتاب جو نالو تبديل ڪري، 'Heeranand: The Soul of Sindh' جي عنوان سان، 1932ع ۾ شايع ڪيو. ۽ افسوس جو ڪتاب ڇپجي پڌري ٿيڻ کان اڳ ئي ڏيارام ۽ پرموٽولئل سين لاڏاٽو ڪري ويا. اڳتي هلي، حيدرآباد ميونسپل اسڪول جي سپروائيزر مولچند منگهي مل واسواڻيءَ هن ڪتاب جو منتخب سنڌي ترجمو ڪيو، جيڪو ساڌو هيرانند جي نائيءَ، رٽائرڊ ڪليڪٽر، حشمتراءِ لعل سنگهه گدواڻيءَ نظر مان ڪڍيو. 1938ع ۾ تاراچند شوقيرام جي مهاڳ سان 'هيرانند- سنڌ جي آتما' جي نالي سان ڇپجي پڌرو ٿيو. هن تاريخي ڪتاب جو ٻيو ڇاپو ٽي. آر. ڊي اداري جي سربراهه ظفر جوڻيجي، 70 ورهين ڪانپوءِ 2006ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

*[هن مضمون جي تياريءَ ۾ هيرانند، سنڌ جي آتما جي ٻئي ڇاپي ۾ وليرام ولڀ، ظفر جوڻيجي ۽ شوقيرام آڏواڻيءَ جي مهاڳن تان مدد ورتي وئي آهي.]*

**ساڏينو** (ديهه): تعلقي روهڙيءَ ۽ ضلعي سکر جي هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ سمون پنيرو، غلام حسين ۽ محمد رمضان نالي ٽي ڳوٺ شامل آهن.

**ساڏوهي**: هي ڪٻڙ جي وڻ جو قسم آهي، جيڪو ٿر ۾ عام جام ٿيندو آهي. هن ۾ ڏنگا ڦڏا ڏار ٿيندا آهن ۽ پيرون جهليندو آهي. ساڏوهيءَ جي پيرُن جو رنگ اڇو ٿئي ٿو. ٿري ماڻهو انهن پيرُن کي



سُڪائي، 'ڪوڪڙ' نالي ڪائيندا آهن. شاهه لطيف به پنهنجي شاعريءَ ۾ ساڏوهيءَ جو ذڪر ڪيو آهي:

تن ساڏوهين سَنڌ مران، ڏنگا جنين ڏار،
پري ساڻ پتار، پائر پيرون چونڊيان.

**سار** (ذات): سار ذات وارا اصل ۾ راهما ۽ سمان آهن. هي مختلف شين مان عرق ڪڍندا هئا ۽ سِيرو ناهيندا هئا، ان ڪري 'سار' سڏجڻ لڳا.

**ساران صديقي، ڊاڪٽر**: سنڌ جي پهرين خاتون ڊاڪٽر ساران ڌيءَ عبدالقادر صديقي 1906ع ڌاري شڪارپور ۾ جنم ورتو جيئن ته سندس والد هڪ استاد ۽ روشن خيال ذهن جو مالڪ هو ان ڪري هن پنهنجي نياڻيءَ جي تعليم تي خاص ڌيان ڏنو.



ساران صديقيءَ ابتدائي تعليم اباڻي شهر شڪارپور ۾ ورتي، جنهن کانپوءِ ڪندن مل گرلس اسڪول حيدرآباد مان 1926ع ڌاري مئٽرڪ ڪيائين. هوءَ اهو عرصو حيدرآباد جي گرلس هاسٽل ۾ رهي تعليم حاصل ڪندي رهي، ان دؤر ۾ ڪندن مل گرلس اسڪول جي پنج سؤ شاگردياڻين مان هيءَ واحد مسلمان شاگردياڻي هئي. ان کانپوءِ ساران صديقيءَ جي ليڊي هارڊن ميڊيڪل ڪاليج، دهليءَ ۾ داخلا ٿي وئي، جتان هن 1934ع ۾ ايم. بي. بي. ايس جي سَنَد حاصل ڪئي. ايم. بي. بي. ايس پاس ڪرڻ کانپوءِ ڪجهه سال دهلي، ڪلڪتي، جبلپور ۽ هندستان جي ٻين ڪيترن شهرن ۾ ڊاڪٽرياڻيءَ طور خدمتون سرانجام ڏنائين، ان دؤران 1939ع ۾ ٻي مهاڀاري جنگ لڳڻ ڪري هوءَ ڪراچي آئي ۽ ڊاڪٽرياڻيءَ جي حيثيت ۾ اچي ڪم ڪرڻ لڳي. ڊاڪٽر ساران صديقي، 1946ع ۾ لنڊن وئي، جتان اي. آر. سي. او ۽ ايف. آر. سي. او جا ڪورس ڪيائين ۽ سمورا امتحان امتيازي نمبرن سان پاس ڪيا.

ڊاڪٽر ساران صديقيءَ کي پاڪستان سرڪار 1955ع ۾ پاڪستان جي نمائندي طور ڪئناڊا ۾ ڪامن ويلٿ ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ موڪليو هو. هن ڪيترو عرصو ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ڪراچيءَ ۾ هڪ سينئر پروفيسر جي حيثيت ۾ ذميواريون نڀايون، جتان 1970ع ۾ رٽائرمينٽ ورتائين. ڊاڪٽر ساران صديقي، پنهنجي ملازمت واري مدي دؤران هر سال امتحان وٺڻ لاءِ ايڪسٽرنل اگزيمنر جي حيثيت ۾ حيدرآباد، لاهور ۽ ڍاڪا جي ڪاليجن ۾ ويندي هئي. هوءَ ميڊيڪل ڪاليجن کي منظور ڪرڻ واري ڪائونسل جي به ميمبر رهي. هن پاڪستان ۾ طب ۽ ميڊيڪل سائنس جي موضوع تي منعقد ٿيل ڪانفرنسن کان سواءِ ڪيترين پرڏيهي ڪانفرنسن ۾ به شرڪت ڪئي.

ڊاڪٽر ساران صديقي پهرين سنڌي عورت هئي، جيڪا ڊاڪٽريءَ جي پيشي ۾ وڏن عهدن تي فائز رهي ۽ وڏي شهرت حاصل ڪيائين. هن رٽائرمينٽ کانپوءِ به پنهنجي ڊاڪٽريءَ واري ڪرت کي جاري رکيو. بندر روڊ ڪراچيءَ تي ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ جي عمارت ويجهو سنڌس خانگي اسپتال هوندي هئي. هن جي نظر ۾ ڊاڪٽري، پيشو نه، پر عبادت هئي، غريب مريضن سان هڏ ڏوڪي ۽ همدرديءَ واري رويي سان پيش ايندي هئي. پيشي سان لڳاءَ جي ڪري شادي ڪا نه ڪيائين. ڊاڪٽر ساران صديقيءَ کي نه شهرت پسند هئي ۽ نه پاڻ پڌائڻ وڻندو هو. سندس پهريون انٽرويو سٽر جي ڏهاڪي جي شروعات ۾ 'سوجهري' رسالي ۾ شايع ٿيو جنهن کانپوءِ ماڻهن کي خبر پئي ته هوءَ سنڌ جي پهرين مسلمان ڊاڪٽرياڻي آهي.

ڊاڪٽر ساران صديقي، 10 نومبر 1982ع تي وفات ڪئي.

**سارتر** (Sartre): ويهين صديءَ جو عظيم فرينچ فلسفي، ناول نگار، ڪهاڻيڪار، نقاد، مفڪر، سياسي اڳواڻ. جين پال سارتر (Jean Paul Charles Aymard Sartre)، 17 جون 1905ع تي جين بئپٽسٽ سارتر (Jean Baptiste Sartre) جي گهر، پئرس ۾ ڄائو. جيڪو فرينچ نيويءَ ۾ آفيسر هو. سندس ماءُ جو نالو اينميري شزر (Anne- marie Schwietzer) هو. سارتر اڃا ٻن سالن جو هو ته سندس پيءُ بخار وگهي وفات ڪري ويو. مڙس جي وفات بعد سندس ماءُ پنهنجي مائٽن ڏانهن هلي وئي، جتي سندس پيءُ جرمنيءَ ۾ استاد هو. جنهن سان گڏ رهي هن سندس مدد سان سارتر جي پالنا ڪئي. سارتر کي سندس ناني ٻالڪپڻ ۾ ئي حسابن جي تعليم ڏيڻ شروع ڪئي ۽ ڪلاسيڪل ادب سان به متعارف ڪرايو. جڏهن سارتر ٻارهن سالن جو ٿيو ته سندس ماءُ ٻي شادي ڪئي ۽ هو 'لا رو چلي' طرف لڏپلاڻ ڪري ويا، سارتر جي ڪجهه تربيت اتي پڻ ٿي.



سارتر پنهنجيءَ چوڪراڻي وهيءَ ۾ ئي هينري برگسان جو مضمون 'Time and Free will' پڙهيو، جنهن ڪانپوءِ سندس لاڙو فلسفي طرف ٿيو هن پنهنجيءَ تعليم کي به جاري رکيو ۽ اعليٰ تعليمي اداري ايڪول نارمل سپيريئر Ecole Normal Superieure پئرس مان فلسفي ۾ اعليٰ تعليم جي ڊگري حاصل ڪيائين. جيڪو ادارو مشهور فرينچ ڏاهن ۽ مفڪرن جي مادر علمي رهيو آهي. مطالعي جي آڌار هُو مغربي فلسفي جي ڪيترن ئي رُخن کان متاثر ٿيو ۽ هن ڪيترن فلسفين جو مطالعو ڪيو، جن ۾ ڪانٽ، هيگل، ڪرڪيگارڊ ۽ مارٽن هيگر اهم هئا. هن جي فلسفي جي تعليم ۾ واڌاري جو هڪ اهم ڪارڻ اليگزينڊر ڪوجيو جا اهي سيمينار هئا، جن ۾ هو هر هفتي وڃي شرڪت ڪندو هو. 1929ع ۾ اتي ئي سارتر جي ملاقات 'سيمون دي بوائر' سان ٿي، جيڪا سوربون ۾ پڙهي هئي ۽ اڳتي هلي مشهور فلاسافر ليکڪا ۽ عورتازاد (فيمينسٽ) طور سامهون آئي. اتي ٻئي هڪٻئي کان گهڻو متاثر ٿيا ۽ ٻنهي جي پاڻ ۾ محبت ٿي وئي. هنن انهيءَ رومانوي رشتي کي ڪا روايتي شڪل ڏيڻ کانسواءِ گڏ رهڻ شروع ڪيو ۽ علمي ۽ ادبي ڪم ۾ هڪٻئي جو ساٿ ڏيڻ لڳا.

1929ع کان 1931ع ۾ ڪيس فرانس جي فوج ۾ زبردستي ڀرتي ڪيو ويو. 1931ع کان 1939ع تائين سارتر، لاڻون، لي هيوري ۽ پئرس جي ٻين اسڪولن ۾ استاد طور پڙهايو. سندس انهن پيشيورانه خدمتن ۾ رڳو ٻه ڀيرا وقفو آيو. هڪ دفعو جڏهن هُو مطالعي لاءِ هڪ سال لاءِ برلن ويو ۽ ٻيو دفعو جڏهن ڪيس ٻي مهاڀاري لڙائيءَ وقت فوج ۾ ڀرتي ڪيو ويو هو.

1939ع ۾ سارتر کي فرينچ آرميءَ ۾ موسميات جي ماهر طور ڀرتي ڪيو ويو هو. جنهن دوران 1940ع ۾ جرمن فوجن هٿان گرفتار ٿيو ۽ 9 مهينن تائين جنگي قيديءَ واري زندگي گذاريائين. ان دوران ڪيس تلخ تجربا ٿيا. قيد دوران سندس صحت گهڻي بگڙڻ ڪري ڪيس 1941ع ۾ آزاد ڪيو ويو. فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ ۽ جرمن فوجين هٿان گرفتار ٿيڻ واري تجربي کان گهڻو پوءِ 1959ع ۾ هن هڪڙي تلخ ۽ عظيم ڳالهه ڪئي ته فرانس جو هر ماڻهو الجيريا جي آزاديءَ جي جنگ ۾ ٿيندڙ ظلمن ۾ ڏوهن جو ذميوار آهي.

جيئن هر انسان جي زندگيءَ ۾ ڪي اهڙا واقعا هوندا آهن، جيڪي ان جي زندگيءَ تي اڻمٽ اثر ڇڏيندا آهن. تيئن ٻيءَ عالمي جنگ (1939- 1945ع) به هڪ اهڙو حادثو هئي، جنهن سارتر جي ذهن تي چرڪائيندڙ نقش ڇڏيا.

پئرس ۾ سارتر تدريسي شعبي سان وابسته رهيو ان دوران هن پنهنجي همسفر 'سيمون دي بوائر' سان گڏجي هڪ انڊر گرائونڊ ڪم ڪندڙ گروپ 'Socialisme of liberte' ۾ شموليت اختيار ڪئي هئي، جنهن ۾ سندس يونيورسٽيءَ جا ڪيترا شاگرد ۽ همعصر اديب به ڪم ڪندا هئا. ٿوري ئي وقت ۾ ان گروپ تي پابندي لڳڻ ڪانپوءِ هو مايوس ٿي واپس لکڻ جي ڪم کي لڳي ويو.

انساني انڌ- وشواس ۽ ذات جي موجودگي (Being) لاءِ صحيح دڳ، سارتر جي شروعاتي فڪر جا اهم نقطا هئا، جن جو عڪس هن جي ڪتاب 'Being and Nothingness' ۾ ملي ٿو. هن جي شاهڪار ڪتابن ۾: No exit, The flies, Being and nothingness (1943ع) اچي وڃن ٿا، جيڪي هن تدريس ۽ انڊر گرائونڊ گروپ ۾ شموليت دوران لکيا هئا.

ان ئي دوران سارتر Combat اخبار سان لاڳاپيل رهيو. جيڪا مشهور اديب 'البرٽ ڪاميو' ڪيندو هو، جنهن سان سارتر جي فڪري هم آهنگي ۽ دوستي هئي.

لي هيوي ۾ درس تدريس دوران سارتر پنهنجو ڪتاب Lanausea (1938ع) شايع ڪرايو. جنهن جو ترجمو 'Nausea' نالي سان شايع ٿيو. جيڪو سندس شهرت جو ڪارڻ بڻيو. ان کانپوءِ هن: Sketch for the Theory of the Emotions ۽ The Psychology of Imagination ڪتاب لکيا، پر ڪيس سندس تصنيف 'Being and Nothingness' غير معمولي شخصيت طور دنيا ۾ متعارف ڪرايو.

هن غربت ۽ اڻ برابريءَ کي پنهنجي تحريرن ۾ ننديو آهي. هن جي تحريرن ۾ ڀرپور آزادي هڪ سرگرمي هئي، جنهن سان ڪنهن خاص مقصد جو وابسته هئڻ ضروري نه هو. پر سندس ڪتاب (1946ع) 'Existentialism and Humanism' ۾ آزادي ئي انساني جدوجهد جو منشور بڻجي ٿي وڃي. ان بعد سارتر وٽ آزاديءَ جو تصور سماجي ذميواريءَ وارو بڻجي پيو ۽ هن پنهنجن ڊرامن ۽ ناولن ذريعي اخلاقي پيغام پکيڙڻ شروع ڪيو هن 1945ع ۾ چئن جلدن تي مشتمل هڪ طويل ناول لکڻ جي شروعات ڪئي، جنهن جا فقط ٽي جلد لکي سگهيو:

(1) The Age of Reason (1945)

(2) The Reprieve (1945)

(3) Iron in the Soul (1949)

ٽيون جلد شايع ٿيڻ ڪانپوءِ سارتر ان نتيجي تي پهتو ته نظريي جي ڦهلاءَ لاءِ ناول ايترو موزون ناهي، انڪري هن چوٿون جلد مڪمل ڪرڻ بدران ڊرامانگاريءَ تي ڌيان ڏنو. سارتر جي نظر ۾ هڪ ليکڪ لاءِ ضروري هو ته هو ڪوشش ڪري ماڻهوءَ کي اهڙو پيش ڪري، جهڙو هو آهي. انسان جو مڪمل ترين اظهار ان وقت ٿئي ٿو جڏهن هو عمل جي حالت ۾ آهي ۽ ڊراموان حالت جي ئي تصوير ڪشي آهي.

سارتر جنگ دوران به ڊراما لکيا، جيڪي The files, No exit, Loser win ۽ Dirty hands جي نالن سان شايع ٿيا.

ان دوران سارتر فرانسيسي نثرنگار ۽ شاعر جين گينٽ جو اڀياس ڪيو، ان ڪانسواءِ هن بيشمار مضمون لکيا، جيڪي سندس ۽ سيمون ڊي بوائر جي ادارت ۾ نڪرندڙ رسالي 'Les Temps Moderuess' ۾ شايع ٿيا.

ٻيءَ عالمي جنگ ڪانپوءِ سارتر، فرانس جي سياسي تحريڪن ۾ سرگرم رهيو. جيتوڻيڪ هو ڪنهن ڪميونسٽ پارٽيءَ جو ميمبر نه ٿيو، پر هن سوويت يونين جي کلي عام ساراهه ڪئي ۽ الجيريا ۾ فرينچ حاڪميت خلاف جدوجهد ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. اهوئي ڪارڻ هو، جو OAS نالي هڪ جماعت کيس نشانو بڻايو، مٿس ٻه ڀيرا بمن سان حملا ڪيا ويا، پر هو بچي نڪتو. 1956ع ۾ جڏهن سوويت ٽينڪون هنگريءَ ۾ داخل ٿيون ته سارتر جو ڪميونزم سان لاڳاپيل اُميدن تان ويساهه ٽُٽي پيو. سوويت مداخلت ۽ ان جي فرينچ ڪميونسٽ پارٽيءَ پاران حمايت جي سارتر سخت لفظن ۾ مذمت ڪندي هڪ ڊگهو مضمون لکيو، جنهن ۾ هن ان ڳالهه تي افسوس جو اظهار ڪيو ته فرينچ ڪميونسٽ پارٽي آزاداڻه راءِ قائم ڪرڻ بدران ماسڪو جي هدايتن تي هلي ٿي. سارتر جا عملي سوشلزم تي تنقيدي مضمون سالن تائين شايع ٿيندا رهيا ۽ ائين 'سارتري سوشلزم' جي تشڪيل لاءِ راهه هموار ٿي. سندس اهو سياسي طرز فڪر، (1960ع) 'Critiquede la Raison Dialectique' ڪتابي صورت ۾ ڇپيو. ڪتاب ۾ سارتر مارڪسي جدليات جو تجزيو ڪندي لکيو آهي ته سوويت جي تشڪيل ذريعي هي فڪر اختيار ڪرڻ جي قابل نه آهي. جيتوڻيڪ سارتر اهو به لکيو ته مارڪسزم ئي اهو واحد نظريو آهي، جيڪو هن دور جي ضرورتن تي مڪمل ٺهڪي اچي ٿو، پر ان کي پٿرايو/ بيجان ڪيو ويو آهي.

سارتر وٽ Commitment هڪ لفظ نه، پر هڪ عمل هو. هو مظاهرن ۾ وقت ڪڍي شريڪ ٿيندو رهندو هو. ڪاهي ڊر جو ادب وڪڻندو هو ۽ اهو هر ڪم ڪندو هو. جيڪو هن جي راءِ موجب انقلاب لاءِ ضروري هو.

هن ويٽنام جي جنگ جي مخالفت ڪئي ۽ مشهور فلاسافر برٽريند رسل ۽ ٻين سان گڏجي هڪ ٽربيونل جوڙيو. جنهن جو مقصد آمريڪا جي جنگي ڏوهن ۽ ظلمن کي وائکو ڪرڻ هو. 1960ع ۾ هو فيدل ڪاسترو سان ملڻ ڪيوبا ويو، جتي سندس ملاقات مشهور انقلابي چي گويرا سان ٿي. چي گويرا جي شهادت ڪانپوءِ هن سندس لاءِ چيو ته: "هو رڳو هڪ داناءُ نه، پر اسان جي دور جو هڪ مڪمل انسان هو."

سارتر هڪ گهڻ رخو شخص هو. هو فلسفي، اديب، ناول نگار، ڊرامانگار، سياسي ورڪر هو. هن عملي زندگيءَ ۾ هر حوالي سان پاڻ ملهايو. هن جو تخليقي ڪم سندس مڪتبه فڪر 'وجوديت' (Existentialism) جي پذيرائي ڪري ٿو.

سارتر جو وجودي فلسفو هڪ مڪتبه فڪر آهي، جيڪو دنيا ۾ انسان جي موجود هئڻ جو تعين ڪري ٿو. هي فلسفو بنيادي طور ويهين صديءَ جو مظهر آهي، جنهن کي مارٽن هيڊگر، ڪارل جيسپرز، گبريل مارشل، ماريس مرلو پونٽي ۽ سارتر سان منسوب ڪيو وڃي ٿو. جڏهن ته ان جا اهڃاڻ نتشي ۽ ڪرڪيگارڊ جهڙن مفڪرن وٽ به نظر اچن ٿا. جيتوڻيڪ هيسرل ۽ هيگل وجودي نه هئا، پر انهن جو اثر به موجود آهي. 'وجوديت' ڪيترا سبب ڄاڻائي 'Epistemology' (انساني ڄاڻ جي علم/ علميات) کي رد ڪري ٿي. هن مڪتبه فڪر مطابق انسان بنيادي طور 'علميات' واري مخلوق نه آهي، پر ان ۾ خواهشون، چونڊ ۽ عمل به موجود آهن. جنهنڪري هن تجربي کي وڌيڪ اهميت ڏني ۽ ان تجربي جو آغاز پهنجي جسم متعلق ڄاڻ سان ٿئي ٿو. سارتر مطابق وجود، اصل يا جوهر (Essence) کان پهرين اچي ٿو. مطلب ته جيڪڏهن انسان موجود آهي ۽ ان جون خصوصيتون: زندگيءَ جو مقصد ۽ اهڙي ٻي ڪا شيءِ موجود نه آهي، ته پوءِ اهو وجود بيڪار آهي. ان ڪري صرف انسان ئي پنهنجي بهترين وصف ڪري سگهي ٿو.

سارتر وٽ وجود ئي حقيقي جوهر آهي، وجود ئي اهم آهي ۽ انسان جي آزادي سڀ کان وڌيڪ اهم آهي. جنگين، جهيڙن، اجتماعي سماجن، انسان کي ڪرب، پيڙا ۽ غلامي ڏني آهي ۽ سندس انفراديت کي دٻايو آهي. وجوديت مطابق انسان جي انفراديت ۽ آزاديءَ جي ختم ٿيڻ جو ڪارڻ اهي فرسوده سماجي، ثقافتي، سياسي ۽ انتظامي بندشن آهن، جيڪي ويڳاڻپ، مايوسي، محرومي ۽ داخلي ڪرب کي جنم ڏين ٿا، جن ۾ هو صدين کان تڙپي رهيو آهي. فرد جي ويڳاڻپ، مايوسي، تنهائي ۽ سموري داخلي ڪرب جو پرتوو سارتر جي لکڻين ۾ موجود آهي. هن وجوديت جي فڪر کي ڀرپور نموني پنهنجي تخليقن ذريعي پڙهندڙن آڏو بيان ڪيو.

آڪٽوبر 1964ع ۾ سارتر کي ادب جو نوبل انعام ڏيڻ جو اعلان ڪيو ويو، پر هن اهو وٺڻ کان انڪار ڪيو. هو آخر تائين پنهنجي مقصد سان لاڳاپيل انسان هو.

مئي 1968ع دوران پيرس ۾ ڪنهن احتجاج دوران سول نافرمانيءَ جو جواز ڄاڻائي، انتظاميا کيس نظربند ڪيو. پر فرانس جي صدر 'چارلس ڊي گال' هڪ تاريخي بيان ڏئي کيس آزاد ڪري ڇڏيو ته: "سارتر کي گرفتار ڪري نه ٿو سگهجي، ڇو ته سارتر، فرانس آهي ۽ فرانس، سارتر آهي."

سارتر جي حياتيءَ جي آخري ڏهاڪن ۾ ڪنهن ڪانئس پڇيو تہ: "ڇا اوهان ٻڌائيندا تہ ماڻهو اوهان کي ڪهڙي حوالي سان ياد ڪن؟" ان تي سارتر جواب ڏنو: "آءٌ چاهيان ٿو تہ منهنجون لکڻيون ياد رهن، جيڪڏهن ماڻهن کي اهي ياد رهيون تہ اها منهنجي وڏي ڪاميابي هوندي. ان کان وڌيڪ آءٌ ڪجھ بہ نہ ٿو چاهيان. جيسيتائين سارتر هڪ فرد جو تعلق آهي تہ آءٌ چاهيندس تہ ماڻهو اهو تاريخي دور ياد ڪن، جنهن ۾ آءٌ رهيس. ڪيئن رهيس؟ ۽ منهنجو ڪردار ڪهڙو رهيو؟"

آخري وقت ۾ گهٽي لڪڻ سبب سندس طبيعت بگڙندي رهي، 1973ع ۾ لڳ ڀڳ سندس نظر ختم ٿي وئي. هو حد کان وڌيڪ سگريٽ نوشي ڪندو هو، جنهنڪري سندس ڦڦڙ بنھ خراب ٿي چڪا هئا ۽ نيٺ دنيا جي هن عظيم انسان، 15 اپريل 1980ع تي پئرس ۾ لاڏاڻو ڪيو. ڪيس پئرس ۾ ئي دفن ڪيو ويو. سندس تدفين ۾ لڳ ڀڳ 25000 ماڻهن شرڪت ڪئي. سندسَ تدفين ۾ سرڪاري ماڻهو نہ، پر عام ماڻهوئي شريڪ هئا، جن جي حقن جي حفاظت هن سڄي عمر پنهنجي قلم ذريعي ڪئي.

اوڻيهين ۽ ويهين صديءَ ۾ 'وجوديت' جو نظريو يورپ جي هڪ اهم ادبي نظريي طور اُڀري آيو. هن نظريي جو بنياد وجهندڙ جيتوڻيڪ ڊينمارڪ جو فلسفي ڪرڪيگارڊ (1813- 1855ع) هو، پر ٻيا بہ ڪيترا هن نظريي سان منسوب ٿيا.

انساني حقيقت مارٽن هيڊيگر (Martin Heidegger) ۽ سارتر جي چوڻ موجب ڪو نوس ۽ مستقل جوهر نہ پر انسان جي هستي انسان لاءِ هڪ زبردست چئلينج آهي ۽ انهيءَ چئلينج جو ڪاميابيءَ سان مقابلو ڪرڻ سان ئي فرد جي ٽڙيل پکڙيل زندگي يڪجا ڪري سگهجي ٿي. ائين ڪٿي چئجي تہ هن فڪر ۾ معروضيت کان وڌيڪ موضوعيت ۽ داخليت کي اهميت آهي. 'وجوديت' جو فلسفو هستي ۽ موجود جو فلسفو آهي، ذات ۽ زندگيءَ جون لذتون هن نظريي سان واسطو رکن ٿيون.

وجوديت جيئن تہ حقيقي ۽ سچي صورتحال تي وڌيڪ اسرار ڪندي آهي. ان ڪري هن فڪري تحريڪ جو مؤثر اظهار بہ فلسفيانہ تحريرن جي مقابلي ۾ ڊرامن، ناولن ۽ ڪهاڻين تي مبني تحريري مواد ۾ وڌيڪ موثر ٿئي ٿو. ڇاڪاڻ تہ انهن تحريرن ۾ پيش ٿيندڙ/ پيش ڪيل ڪردارن جي ذريعي انساني زندگيءَ جي روزمره جي حالتن ۽ واقعن کي عملي ۽ حقيقي صورتحال جي منظرڪشي ڪري سگهجي ٿي، تنهنڪري چئي سگهجي ٿو تہ 'وجودي فلسفو' خياليءَ کان وڌيڪ هڪ عملي حقيقت آهي. حقيقت ۾ وجودي ادب فلسفين کي متاثر ڪيو ۽ انهي تاثر جي ڪري انهن پنهنجي فلسفي جي طرز ۾ تبديلي آندي ۽ انهي ڪري 'وجودي ادب' جي ڪري هڪ نئون فلسفو وجود ۾ آيو.

ٽالسٽاءِ، ترگنيف، دوستووسڪي ۽ ڪافڪا جون ڪيتريون تحريرون هن نظريي تي ٻَڌل آهن. وجوديت جي مذهبي رنگ جي نمائندگي ڪرڪيگارڊ ڪري ٿو ۽ سيڪيولر رنگ جو نمائنده ليکڪ جين پال سارتر آهي. وجوديت جو بنياد اُن دعويٰ تي آهي تہ 'آءٌ سوچيان ٿو ان ڪري آءٌ آهيان' (I think, therefore I am).

سارتر جي خيال موجب انسان جو انفرادي وجود ئي اهم آهي. وجودي اديبن جو چوڻ آهي تہ هو خارجي دنيا جي جاءِ تي حقيقي تجربي کي سڀڪجھ سمجهن ٿا. سندن سامهون صرف سندن ذات آهي، ان لاءِ هو سمجهن ٿا تہ فلسفي ۽ فڪر جي شروعات بہ سندن ذات کان ٿيڻ گهرجي. وجودي نظريي وارا فرد جي انفراديت تي زور ڏين ٿا. وجوديت جو تعلق جيئن تہ انساني وجود سان آهي، ان ڪري ڪلاسيڪي ادب تي بہ اُن جا اثر محسوس ٿين ٿا. پنجاب جي بلي شاهہ ۽ سنڌ جي سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ بہ وجوديت جا ثبوت ملن ٿا.

ويهين صدي عيسويءَ جي ادب ۾ هي فلسفو وڌيڪ نمايان حيثيت اختيار ڪري ويو. جنهن جو ڪارڻ بہ عالمي جنگيون هيون.

ان حوالي سان پرم ابيچنداڻيءَ پنهنجي ڪتاب 'ست سار' ۾ لکيو آهي تہ وجوديت يا 'هستيواد' (Existentialism) هڪ اهڙو فلسفو آهي، جيڪو ٻن مهاڀاري لڙائين ۾ برباد ٿي ويل ۽ ان ڪانپوءِ سرد جنگ ۾ مبتلا ٿيل يورپ جي ڌرتيءَ تان اُڀريو هي فلسفو پاڻ ۾ راجنيتڪ (سياسي)، سماجي ۽ سنسڪرتي سنڪٽ وارو منظر سمائي ٿو. . هيءَ لڙائيءَ ڪانپوءِ واري وقت جو گهمندڙ ويچار يا پُور نہ آهي ۽ نہ ئي ڪو فلسفياڻو مزاج آهي، پر انساني ويچار جي هڪ وڏي هلچل آهي، جيڪا جديد اتهاس ۾ مرڪزي جڳھ والاري ٿي.

وجوديت ۽ تصوف جي ڪجھ پهلوئن جي هڪ ٻئي سان هڪجهڙائپ آهي، مغرب جي هن نظريي برصغير کي بہ متاثر ڪيو، اُن جو اثر جديد سنڌي ادب تي بہ پيو ۽ ڪيترن ئي اديبن ان فڪر بابت ڪتاب لکيا يا ترجمو ڪيا، جن ۾ وحيد جتوئي ۽ غفور ميمڻ شامل آهن، جڏهن تہ جديد سنڌي ادب ۾ وجوديت جو اثر ماڻڪ، قاضي خادم ۽ آغا سليم جي ناولن ۾ ڪجھ قدر ملي ٿو، جڏهن تہ هندستان جا سنڌي اديب: پرم ابيچنداڻي، لعل پشپ، آنند کيماڻي ۽ شيام جئسنگهاڻيءَ جي افسانوي ادب ۾ وجوديت جو نظريو موجود آهي.

جين پال سارتر جي ناول 'Intimacy' جو سنڌي ترجمو 'پيار' عنوان سان ڊاڪٽر قاضي خادم ڪيو آهي.

**سارس** (Sarus Crane/ Grus antigun): سارس پکيءَ کي دنيا جو وڏي ۾ وڏو اڏامندڙ پکي سمجهيو وڃي ٿو، جنهن جو قد ڇهہ فوٽ ۽ پرن جي پکيڙ اٺ فوٽ تائين ٿئي ٿي. هي پکي لاڏائو هجڻ جي لحاظ کان پنهنجي مخصوص انداز سان اڏامندڙ ۽ تيز هوليندڙ ٿئي ٿو. جسم جا کنڀ خاڪي ۽ چوڻي نرم، ساواڻ مائل چمڙيءَ سان ڍڪيل ٿئي ٿي جڏهن تہ باقي سڄي منڍي، ڳچي ۽ ڳچيءَ جو مٿيون حصو گهري نارنگي يا ڳاڙهي کل سان ڍڪيل ٿئي ٿو ڪنن وٽ منڍيءَ جي ٻنهي پاسن کان خاڪي مائل سفيد کنڀ ٿين ٿا. ڳلي جي مٿين حصي ۽ ڳچيءَ جا ڪجھ حصا ڊگهن ۽ ڪارن وارن سان ڍڪيل ٿين ٿا. ٽنگون ۽ آڱريون ڳاڙهي چٽ سان ٿين ٿيون. سگهاري سنڌي ڇهنب رنگ جي

سائيري، ان سان لڳ ڪلنگيءَ جي چوٽي خاڪي سائيري ٿئي ٿي. ان جا اندريان ٿانوي ڪنپ ڏگها ۽ سهڻا ٿين، جن جي پرن جون چوٽيون ۽ پڇ ڪي ڍڪي ڇڏين ٿيون. سارس جي نر ۽ ماديءَ ۾ فرق معلوم نه ٿو ٿئي، پر جڏهن جوڙن ۾ هجڻ جي صورت ۾ مادي نر کان ڪجهه هلڪي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. سارس جو آبي ٻوٽن، ڪرنگهائين جيتن (invertebrate)، اناج، ننڍڙن ڪرنگهيدار جانورن ۽ جيتن تي گذران آهي.

سارس ۽ ڪونج Grwdae ڪٽنب سان واسطو رکندڙ پکي آهن. دنيا ۾ ڪونجن جا 15 قسم موجود آهن، جن مان چار قسم سيپٽمبر مهيني جي آخر ۾ پاڪستان ايندا آهن ۽ مارچ ڌاري واپس هليا ويندا



آهن. ڪونج خيبرپختونخوا ڪانسواءِ پاڪستان جي باقي صوبن ۾ ايندي آهي. سارس ۽ ڪونج جو سڀ کان وڌيڪ شڪار خيبرپختونخوا، بلوچستان ۽ پنجاب ۾ ٿيندو آهي، جڏهن ته سندن شڪار تي سرڪاري طور بندش آهي.

سارس ڀارت کان ايندي پاڪستان جي ٻين هنڌن سان گڏ سنڌ جو به پيرو ڪندي آهي. ڪنهن دور ۾ ننگرپارڪر، سارسن/ ڪونجن جو واهيرو هوندو هو، پر 1999ع ۾ جڏهن اتي سارسن جو غير قانوني شڪار ٿيو ته هنن سهڻين پکين اتي اچڻ ڇڏي ڏنو. خوشقسمتيءَ سان سال 2012ع ۾ سارسن جو هڪ جوڙو ننگرپارڪر ۾ ڏٺو ويو.

ٿرپارڪر ۾ سارس ۽ ڪونج پکيءَ کي تمام گهڻو ڳايو ويو آهي:

راتين سارس ٻوليا، دريا پرلي دنگ،
مين سُتوڙي ساجن ساريو، ارگت به گئي انگ.

پاڪستان ۾ سارس بچائڻ لاءِ هڪ تنظيم به جوڙيل آهي. هتي ڪيترن سالن کان سائبيريا کان ايندڙ سارس نه ڏٺا ويا آهن، جڏهن ته چوٽر ڪونج (Demoiselle) ۽ عام ڪونج به گهٽ اچي ٿي. ان جو ڪارڻ شڪار ڪرڻ ۽ ڍنڍن جي کوٽ آهي.

**سارسوت براهمڻ ڊرئميٽڪ سوسائٽي:** هي سوسائٽي ڪراچيءَ ۾ رهندڙ نصرپور جي هندن، 1917ع ڌاري قائم ڪئي، جنهن جي بعد ۾ هڪ شاخ حيدرآباد ۾ پڻ قائم ٿي. هن سوسائٽيءَ جو آنرري سيڪريٽري گمٽ مل پوهومل ۽ مکيه ناٽڪ نويس چانڊو مل کتري ۽ هرو مل پريمچند هئا. سوسائٽيءَ پاران پيش ٿيندڙ سمورا ناٽڪ گهريلو زندگيءَ متعلق رچيل هوندا هئا، جن ۾ زندگي سُڌارڻ جو پيغام هوندو هو. انهن ناٽڪن ۾ حالتن جي نسبت هٿيارن جي نمائش ۽ سماج ۾ رونما ٿيندڙ حادثن جي منظرڪشي پڻ ڪئي ويندي هئي. هن سوسائٽيءَ پاران هوتچند تيجورام، رام هيرا، ڏرمداس ماٽڪ ۽ ڏمڻ مهراج اهم اداڪار هوندا هئا.

**سارغون اول** (Sharru- Ken-1): اڪادي سلطنت جو شهنشاهه سارغون (اول) محققن موجب 2300 ق. م ڌاري ايزوپيرانو (Azupirano)، ميسوپوٽيميا ۾ ڄائو. اڪادي لفظ سارغون/ سارگون (Sarru-kin) جي معنيٰ 'سچو بادشاهه' يا 'قانوني طور حقدار بادشاهه' آهي. آڳاٽي دؤر جي تاريخ مطابق کيس 'سارغون اول' جي نالي سان سڃاتو ويندو آهي.



هن شهنشاهه ميسوپوٽيميائي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو سمير ۽ اڪاد جي قديم تهذيبن (موجوده عراق ۽ شام) کي متحد ڪري اڪادي سلطنت جو بنياد وڌو ۽ اڪاد (Akkad) کي پنهنجو تختگاهه مقرر ڪيو. سارغون اول جي جنم، وفات ۽ حڪومتي دؤر متعلق ڪي مستند تاريخون نه ملي سگهيون آهن، تنهن هوندي به سميري تهذيب جي لکتن مان تاريخ وار مطالعو ڪرڻ بعد محقق ان نتيجي تي پهتا آهن ته سارغون اول جو دورِ حڪومت (اندازاً: 2270 ق. م کان 2215 ق. م) 55 سال (گهٽ وڌ) رهيو هوندو. اردو عالمي انسائيڪلوپيڊيا ۾ سارغون/ سارگون اول جي ڏنل داخلا موجب: هڪ سميري ڪهاڻيءَ مطابق هن (سارغون) کي هڪ ڪاري ۾ رکي، حضرت موسيٰ عليه السلام وانگر فرات درياهه ۾ لوڙهيو ويو، پر ڪنهن کيس بچائي ورتو ۽ پوءِ عشار جي ديويءَ جي عنايت سان سارغون پنهنجي بادشاهت قائم ڪئي، جيتوڻيڪ ان حوالي سان ڪو به واضح بيان نه ٿو ملي ته سارغون تخت تائين ڪيئن پهتو ۽ ڪيئن هن پنهنجي بادشاهت قائم ڪئي. تاريخي اعتبار سان سارغون اول کي قديم دؤر جو پهريون گهڻ نسلي حڪمران تصور ڪيو ويندو آهي، جنهن ڳچ عرصو اڪادي سلطنت تي حڪومت ڪئي. هن جي شهرت سمير ۽ ايلام جي علائقن کي فتح ڪرڻ سبب ٿي، جتان اُتر ۾ شام جي سرحدن تائين به ڪاهه ڪيائين، جنهنڪري سندس حڪومت جون حدون ميسوپوٽيميا جي ٻن سمنڊن وچ تائين يعني يونوچ سمنڊ کان ايراني نار تائين پکڙجي ويون.

آثار قديم جي ماهرن جي تحقيقي راءِ مطابق اڪادي سلطنت جي قيام دوران سارغون اول جا سنڌو ماٿري، تهذيب ۽ اتان جي ماڻهن سان تجارتي ۽ سماجي لاڳاپا قائم هئا.

ان ڏس ۾ نعيم طاهر پنهنجي هڪ ڪتاب 'Melluhas of the Indus Valley' (ص: 4) ۾ آثارِ قديم جي ماهر جوناٿن مارڪ ڪنايَر جي ڪتاب 'Ancient Cities of the Indus Valley Civilization' مان حوالو ڏيندي لکيو آهي ته:

"سنڌو ماٿريءَ جي قديم واپاري سرشتي بابت هٿ آيل تحريرن مان سنڌو ۽ اڪادي تهذيبن وچ ۾ واپار جي ابتدا (2300 ق. م ۽ 1300 ق. م) سارغون اول جي دؤر کان ٿيل ٿي ڏسجي."

"قديم دؤر جي هن مشهور حاڪم / بادشاهه، دلمون (Dilmon)، مگن (Magan) ۽ ميلوها (Melluha) مان ايندڙ مال بردار ٻيڙين لاءِ پنهنجي سلطنت جي راڄڌاني اڪاد (Akkad) ۾ بندرگاهه تعمير ڪرايا. گهڻي ڀاڱي ماهرن جي متفقه راءِ موجب قديم مگن، موجوده دؤر ۾ مڪران ۽ عمان وارا علائقا، جڏهن ته ميلوها، سنڌو تهذيب جي ڪنهن قديم خطي جو نالو رهيو هوندو."

ساڳيءَ ريت يونيسڪو (UNESCO) پاران شايع ٿيل ڪتاب 'History of Civilization of Central Asia' جي پهرئين جلد ۾ ڊاڪٽر احمد حسن داني ۽ بي. ڪي ٿاپر جي گڏيل تحقيقي مضمون 'The Indus Civilization' ۾ هيٺينءَ راءِ موجب: "سنڌو تهذيب جي آثارن مان مليل مهرن ۽ تحريري ڪتبن جي مڪمل پڙهڻي / پڙهڻي نه ٿيڻ سبب سنڌو تهذيب جون وسيع علائقائي حدون اڄ سوڌو بي نانءُ آهن. تنهن هوندي به ميسوپوٽيمائي تهذيب جي لکتن مان سنڌو تهذيب ۽ دنيا جي ٻين قديم تهذيبن وچ ۾ سڌن توڙي اڻ سڌن واپاري لاڳاپن جون ثابتيون ملن ٿيون. سميري لکتن مان پڻ سارغون اول طرفان واپاري مرڪز (بندرگاهه) قائم ڪرڻ جي واضح نشاندهي ٿيل آهي.

هڪ سميري لکت جي ڀاڃ موجب:

"ميلوها مان ايندڙ ٻيڙين،
مگن مان ايندڙ ٻيڙين،
دلمون مان ايندڙ ٻيڙين کي،
هُو هڪئي سان گڏ هڪ قطار ۾،
آگاڙي / اڪاد (Agade) بندر وٽ بيهاري ٿو."

*(وڌيڪ ڏسو: دلمون، جلد پنجون، ص: 152)*

مٿين پڇٽيءَ جو تفصيل، نعيم طاهر جي ڪتاب 'Melluhas of the Indus Valley' ۾ پڻ ڏنل آهي.

ان ڪانسواءِ نعيم طاهر، ساڳئي ڪتاب ۾ وڌيڪ لکي ٿو ته مگن ۽ ميلوها کان جيڪي مال بردار ٻيڙيون اڪاد/ اگاڊ (Agade) جي بندرگاهه تي وچي لنگر انداز ٿينديون هيون، تن وسيلي ڪچ ڌاتو خاص ڪري ٽامو عاج، ڊليل ڌاتو، ڳاڙهسرو اڇو نيم قيمتي پٿر (Cornelian)، ڪوڏيون، لاجورد پٿر (Lapis Lazuli)، خالص موتي (مٽيا) ۽ مسالو وغيره تمام گهڻي مقدار ۾ واپار طور استعمال ڪيو ويندو هو.

هڪ اندازي موجب سارغون اول جي وفات 2215 ق. م ڌاري اڪاد، ميسوپوٽيميا ۾ ٿي. سندس گهرواريءَ جو نالو ملڪ تيشللتم (Tashlultum) هو. سارغون اول کي چار پٽ ريمش (Rimush)، مئن اشتيشو (Man Ishtushu)، شو- اينلِل (ابارُوم)، الابائس ٽڪل (ابيش تڪل) ۽ هڪ ڌيءُ انهيديانا (Enhedvanna) هئي، جيڪا اُر (Urr) جي وڏي راهبه هئي، جنهن جا اِنانا (Inanna) جي مٿانهين مرتبي بابت لکيل پڃن صدين تائين پڙهيا ويندا هئا.

سميري تهذيب جي مختلف دورن ۾ اڪادي سلطنت جي حڪمرانن جي دورن کي ماهرن پنهنجي تحقيق ۽ اندازي مطابق جدولي طريقي ۾ هيٺينءَ ريت بيان ڪيو آهي، جنهن مان سارغون اول جي سلطنت جو ابتدائي ۽ بنيادي دؤر واضح ٿئي ٿو:

سارغون اول هڪ مالهيءَ جو پٽ هو هن 40 کان 55 سال حڪومت ڪئي، سندس حڪومتي عرصو 2215- 2270 ق. م هو. هن لوگل زاگي سي (Lugal Zage Si) کان شڪست کاڌي. ان بعد اڪاد، جيڪوار- زبابا جو ساقي هو، مختصر عرصو هتي حاڪم رهيو، سندس عرصو معلوم ٿي نه سگهيو آهي. هن اُرڪ، سمير تي غلبو حاصل ڪيو ۽ اڪادي سلطنت جو مستقل بنياد وڌو. اڪاد ڪانپوءِ ريمش (Rimush)، جيڪو سارغون اول جو پٽ/ جانشين هو، هن 9 سال حڪومت ڪئي، يعني 2206- 2214 ق. م دوران حڪومت ڪئي. ان ڪانپوءِ ريمش جو ننڍو ڀاءُ ۽ سارغون جو پٽ مئن اشتيشو 15 سال حاڪم رهيو، 2191- 2205 ق. م، نرم سِن (Naram Sin) مئن اشتيشو جي پُٽ، 2191- 2205 ق. م تائين، 56 سال شهشاهيت ڪئي، سندس دؤر ڪانپوءِ شر ڪالي شري، نرم سن جو پٽ، 2129- 2153 ق. م تائين، 25 سال حاڪم رهيو، جنهن ڪانپوءِ چار حڪمران ٿيا: ارگيگي، ايمي، نانم ۽ الولو، چئني جي ٽن سالن تائين گڏيل حڪومت هئي. دودو 2104- 2125 ق. م تائين 21 سال حاڪم رهيو. اڪادي سلطنت جو آخري بادشاهه دودي جو پٽ هو هن 2083- 2104 ق. م تائين 15 سال حڪومت ڪئي.

مٿي بيان ڪيل دورن ڪانپوءِ اڪادي سلطنت زوال پذير ٿي وئي، جنهن بعد بادشاهت ارننگن (Ur-Ningin) جي حوالي ٿي، جنهن اُرڪ سلطنت جو بنياد وڌو.

**سارفو (ديهه)**: سارفو تعلقي لکي ۽ ضلعي شڪارپور جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ 'مهاڻن جا گهر' نالي هڪ ڳوٺ شامل آهي.

**سارڪ** (SAARC): سارڪ ڏکڻ ايشيا جي قومن جي هڪ تنظيم آهي، جنهن جو بنياد 8 ڊسمبر 1985ع تي بنگلاديش ۾ پيو. 'سارڪ'، اصل ۾ 'سائوٿ ايشين ائسوسيئيشن فار ريجنل ڪوآپريشن'(SAARC) جو مخفف آهي. هن تنظيم جا بنيادي ست ميمبر ملڪ: بنگلاديش، ڀوٽان، ڀارت، مالديپ، نيپال، پاڪستان ۽ سريلنڪا هئا، جن ڏکڻ ايشيا ۾ اقتصادي ۽ سماجي ترقي، تهذيبي واڌاري، ٽيڪنالاجيءَ جي واڌويجهه ۽ ترقي پذير ملڪن سان دوستيءَ بابت




هڪ بنيادي چارٽر منظور ڪيو. ڏکڻ ايشيا جي ملڪن جي وچ ۾ علائقائي سهڪار جو سڀ کان پهرين تصور اپريل، 1947ع ۾، ايشين رليشنز ڪانفرنس، نئين دهليءَ ۾، بحث هيٺ آيو هو. ان کانپوءِ فلپائين ۾، مئي 1950ع ۾ ٿيل، Baguio Conference ۾ به ان خيال کي دهرايو ويو. اهڙيءَ ريت 'ڪولمبو پاورس ڪانفرنس' ۾ 1954ع ۾ ان خيال کي هٿي ملي، جنهن بعد بنگلاديش جي اڳوڻي صدر ضياءُ الرحمان، 2 مئي 1980ع تي، علائقائي تعاون جي سوچ پيش ڪئي، ۽ اڳتي هلي ڊسمبر 1985ع ۾ سارڪ جو وجود پيو. هن وقت هن تنظيم جا 8 ميمبر آهن، جن ۾ افغانستان تازو 2007ع ۾ شامل ٿيو آهي. هن تنظيم جو سڀ کان وڏو امدادي ملڪ (Donor Country) سريلنڪا آهي. ملڪي سربراهن جا اجلاس واري واري سان هر ميمبر ملڪ ۾ هر سال ٿيندا رهندا آهن. سارڪ جي خارجه سيڪريٽرين جو اجلاس، سال ۾ ٻه دفعا ٿيندو آهي. هن تنظيم جو هيڊڪوارٽر، نيپال جي گاديءَ وارو شهر 'کٽمنڊو' آهي.

هن تنظيم هڪٻئي سان سهڪار لاءِ 11 شعبا مخصوص ڪيا آهن، جن ۾ زراعت، تعليم، ثقافت، راندين، صحت، عورتن ۽ ٻارن جي ڀلائي، ماحوليات، سياحت، ٽرانسپورٽ، سائنس ۽ ٽيڪنالاجي ۽ منشيات جي روڪٿام شامل آهن.

2013ع تائين سارڪ جون مختلف ميمبر ملڪن ۾ 18 گڏجاڻيون ٿي چڪيون آهن، جن مان چوٿين (1988ع) ۽ ٻارهين (2004ع) گڏجاڻيون پاڪستان جي گاديءَ واري هنڌ اسلام آباد ۾ ٿي چڪيون آهن. جڏهن ته تيرهين گڏجاڻي (2005ع) بنگلاديش ۾، 14 گڏجاڻي (2007ع) ڀارت، 15 گڏجاڻي (2008ع) سري لنڪا ۾، 16 گڏجاڻي (2010ع) ڀوٽان ۾، 17 گڏجاڻي (2011ع) مالديپ ۾ ۽ 18 گڏجاڻي (2013) نيپال ۾ ٿي گذريون آهن.

**سارڪي** (ديهه): تعلقي ٺل، ضلعي جيڪب آباد جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيليان ڳوٺ شامل آهن:

عبدالقادر ڪوسو، رحيم خان پناڻ ۽ حسام الدين پناڻ.

**سارمو** (وڻ): سارمو، دنيا جي سرد علائقن ۾ ٿيندڙ وڻ آهي. گهڻن قسمن/ جنسن تي مشتمل هي وڻ، نندي کنڊ (پاڪستان، هندستان)، چين، افغانستان ۽ يورپ، اتر آفريڪا ۽ اتر آمريڪا ۾ جهجهي تعداد ۾ ٿئي ٿو. هن وڻ کي انگريزيءَ ۾ Maple، اردوءَ ۾ اسفندان، سنڌيءَ ۾ سارمو ۽ نباتاتي ٻوليءَ ۾ Aceraceae يا Sycamore maple چيو ويندو آهي. هن وڻ جو تعلق سيپنڊيسي (Sapindaceae) خاندان سان آهي. بنيادي طور هي وڻ ٻن قسمن جو ٿيندو آهي، هڪ قسم ۾ 10 کان 45 ميٽر (30-145ft) ڊگها وڻ ۽ ٻئي قسم ۾ 10 ميٽرن کان گهٽ قد جا ننڍي ٻوٽن جي شڪل ۾ ننڍا ڊگها وڻ... ننڍي ٽڙ سان زميني سطح تي پکڙيل هوندا ٿين ٿا. هن وڻ جي جنس جي گهڻائي پن ڇاڻيندڙ (Deciduous) ٻوٽن ۾ شمار ڪئي ويجي ٿي، پر يورپ ۽ اتر ايشيا جي ڪجهه خطن ۾ هن وڻ جون سدا بهار جنسون پڻ



ملن ٿيون. هن وڻ جا تقريباً سمورا قسم، ڇانو ڏيندڙ ۽ ماحولياتي آلودگيءَ گهٽائڻ ۾ مددگار ٿين ٿا، جن مان ڪجهه وڻن/ ٻوٽن جي پاڙ جو نظام خاص نموني جو ڳوڙهو ۽ ڏاڳيدار ٿئي ٿو ۽ ڪجهه وڻن جي پاڙ گوئنج نما ٿئي ٿي.

سارمو وڻن/ ٻوٽن جي هڪ انفراديت انهن جي پنن جي مختلف بيهڪ/ ترتيب به آهي. هن وڻ جي سيني قسمن جا پن ترڙيءَ جي شڪل جا ٿين ٿا، جن جي وچ تي هڪ مرڪز ۽ ٽن کان نوَ (9)، ڪڏهن ڪڏهن تيرهن نسون ٿينديون آهن. جيڪي ڦاڪدار حصن ۾ ورهايل هونديون آهن. هن وڻ جي ٻوٽي جا گل ساوا، پيلا، نارنگي ۽ ڳاڙها ٿين ٿا. انفرادي طور ننڍڙا ۽ مجموعي طور وڏي گل جو ڏيک ڏين ٿا. انهن گلن جو رس ماکيءَ جي تياريءَ ۾ ڪتب ايندو آهي. هي وڻ گهرن ۽ عمارتن ۾ سينگار جي خيال سان پوکيو ويندو آهي. هن وڻ جو ڪاٺ ٻن قسمن جو

ٿيندو آهي، جن مان هڪ اعليٰ درجي جو ۽ ٻيو ٿورو هلڪو هئڻ جي درجي جو ٿيندو آهي، جنهن کي رهائشي ۽ تجارتي شين يا موسيقيءَ جي مختلف سازن ٺاهڻ ۾ استعمال ڪيو ويندو آهي، جڏهن ته ڳر واري ڪاٺ جي خاصيت هئڻ سبب هن وڻ جو ڪاٺ ڪاغذ جي تياريءَ ۾ پڻ ڪتب ايندو آهي. ڪتابن جي اشاعتي ڪم لاءِ پڻ هن وڻ جي ڪاٺ مان ٺهيل ڪاغذ کي فوقيت ڏني ويندي آهي. ڪئناڊا ۽ ٻين ملڪن ۾ هن وڻ جي پن کي طاقت ۽ سگهه جي علامت سمجهيو ويندو آهي، اهوئي سبب آهي، جو هن وڻ کي ڪينيڊا سميت ٻين ڪجهه ملڪن ۾ قومي وڻ جي حيثيت حاصل آهي.

**سارندو:** هي تار وارو ساز، عوامي سطح تي ڪافي مقبول آهي. جيئن ته اڳي سارنگي گهٽو ڪري ناچڻين سان وڄائي ويندي هئي، ان ڪري عام ماڻهن خاص ڪري مذهبي سوچ رکندڙن وٽ اهو پسنديده ساز نه هو. انڪري چون ٿا ته سکن جي پنجين گرو ارجن سنگهه سارندو، پچنن، ٻاٽين ۽ ڪيرتن لاءِ وڄائڻ جي اجازت ڏني.



ڪن جو خيال آهي ته هي ساز سينيگال ۽ آسام جو آهي ۽ اتي به اهو پچن پاڻ دوران وڄايو ويندو آهي. آسامي سارندي کي 'چيرنگدر' چون ٿا.

راجستان جا ڪي ريگستاني قبيلا به سارندو وڄائين ٿا. هي قديم ۽ عجيب ساز سڄو ڪاٺ جو ٺهيل آهي ۽ گز سان وڄائبو آهي. هن جو آوازي ڪوڪو بيضوي نموني جو ٿئي ٿو ۽ ان جون تارون سارنگيءَ وانگر ڪاٺ جي گهوڙيءَ مٿان تنبي تي تاڻيون وڃن ٿيون، جن مان آڱرين ڦيرڻ سان سُر نڪرن ٿا. سارندي جي هڪ قسم ۾ ٽي تارون پون ٿيون.

هي ساز گوڏي تي رکي وڄائجي ٿو ساز تي ڪا به زيبائش نه هوندي آهي. هن جي شڪل خاص قسم جي ڏانور Jumping Spider جهڙي ٿئي ٿي.

**سارنگ**[1] **(ذات):** سارنگ، سمن جي ذات آهي، جيڪي راڳ ڳائڻ ۾ مشهور هئا. نهڙين ۾ به سارنگ نک آهي، جيڪي سارنگ پٽ جراڙ پٽ ميين جو اولاد آهن. مگرين ۾ به 'سارنگ' هڪ پاڙو آهي، جيڪي بيرڏهه جو اولاد سڏيا وڃن ٿا. چون ٿا ته مشهور بزرگ مخدوم عبدالرحيم مگريو گرهوڙي به سارنگ پاڙي مان هو.

**سارنگ**[2] **(ساز):** هي ساز سارنگيءَ سان مشابهت رکي ٿو پر ان کان ننڍو ۽ نازڪ آهي. هن کي 'ڪشميري سارنگي' به چون ٿا. هن ۾ لڳل سڀ تارون ڌاتوءَ جون ٿين ٿيون. هي ساز اڪروٽ جي ڪاٺيءَ مان ٺاهيو



ويندو آهي. ڏيڍ فوٽ ڊگهي ڪاٺيءَ کي پورو ڪري هي ساز تيار ڪبو آهي. هن جي طبلي، جهنبن وارن پاسن وٽ هڪ هئي سان ڳنڍيل ۽ ٻن هڪ جهڙن ٽڪنڊن جي صورت ۾ ٿئي ٿي. پهرئين ٽڪنڊي تي کل مڙهيل هوندي آهي. ٻيو ٽڪنڊو پچاڙيءَ تائين بند ڪيل ڏنديءَ جو حصو هوندو آهي. هن ۾ وڄندڙ چار تارون ٿينديون آهن، جن جي هيٺان طربون هونديون آهن. هن ساز کي گزيءَ سان وڄائبو آهي.

هن ساز کي 'ڪشمير' به چون. روح الله خليڳيءَ جو چوڻ آهي ته هي ساز ايراني ساز 'ڪمانچي' مان جڙيو آهي، جنهن ۾ ٽي تارون هونديون آهن، ٻيون تارون آس لاءِ لڳل هونديون آهن. ٽي تارون وڄت جون آهن، جن مان به تارون ريشم جون ٿين. پهرين تار آستان جي ڪرج سان ۽ ٻي تار مڌم آستان جي ڪرج سان ملايل هوندي آهي. ان ڪانسواءِ هن ۾ ٻيون گهٽو ڪري ست تارون ساڄي پاسي ۽ ست تارون ڪابي پاسي ۾ فولاد جون ٿين ٿيون. ساڄي پاسي واريون تارون پنچم کان مڌم تائين ۽ ڪابي پاسي واريون ست تارون ڪرج کان نکاد تائين ملايل هونديون آهن.

**سارنگ**[3]: سارنگ، ساونڻ جي مُند/ مهيني کي چئبو آهي. ساونڻ، سنڌي ڪئلينڊر جو پنجون مهينو آهي، جنهن ۾ عام طور مينهن وسندو آهي. وڻ ٽڻ ڌوپي صاف ٿيندا آهن. پکي پکڻ ۽ ساهوارا خوش ڏسبا آهن.

'سارنگ' قديم سنڌي لفظ آهي، جيڪو 'مينهن، برسات' واري معنيٰ رکي ٿو سارنگ لفظ سنسڪرت ٻوليءَ ۾ به موجود آهي، جنهن جي معني 'مور جي ٻولي' آهي. ان ڪانسواءِ سارنگ، هڪ راڳڻيءَ جو نالو به آهي. هي سمپورڻ راڳن جي قسمن مان هڪ آهي. هن راڳڻيءَ جا سُر حقيقي معلوم ٿيندا آهن. هي راڳ ٻنپهرن جو ڳاتو ويندو آهي. شاسترن ۾ هيءَ راڳ پلارو راڳ جاڻايو ويو آهي. هنديءَ جي مشهور ڊڪشنريءَ 'شبد ساگر' ۾ سارنگ جي معنيٰ ميگهه، بادل ۽ ڪنوڻ به ڄاڻايل آهي (وڌيڪ ڏسو: ساونڻ).

راڳ جي دنيا ۾ سارنگ کي بنيادي ڇهن وڏن راڳن مان ٽئين نمبر راڳ 'ميگهه' جو پٽ ۽ 'ملاري' کي ميگهه جي زال ڪوٺيو ويو آهي. اهو ان ڪري جو اهي ٽئي هڪ لڙهه جا راڳ آهن. هنن جي ڳائڻ جو وقت ۽ موسم پڻ ساڳي آهي. راڳ جي پارکن جو چوڻ آهي ته اهي راڳ جي صحيح سر تال سان ۽ ترتيب سان ڳائجن ته آسمان ۾ جهڙ ظاهر ٿي پوندو آهي ۽ مينهن وسڻ لڳندو آهي. هندي راڳ مالا ۾ جتي مينهن کي 'ميگهه پتي' ڪوٺيو ويو آهي، اُتي مينهن ۾ پيدا ٿيندڙ ڪڙڪيدار آواز کي 'ميگهه ناد' سڏيو ويو آهي، جنهن جو عربيءَ ۾ 'رعد' لفظ آهي.

چون ٿا ته سارنگيءَ تي سڀ کان پهريان سارنگ ڳايو ويو، انڪري ان کي سارنگيءَ جو نالو ڏنو ويو، جنهن جا ٻيا روپ ڪماچ (ڪماچ) ۽ سرندو آهن. سارنگ لاءِ راڳ جي ماهرن وٽ هڪ ڏندڪٿا مشهور آهي ته سارنگ هڪ پکيءَ جو نالو آهي، جنهن کي نڙگهٽ هيٺان هڪ سوراخ آهي، هو جڏهن پاڻي پيئندو آهي ته سمورو پاڻي ان سوراخ مان وهي هيٺ ڪِرندو آهي ۽ هو اڃيو رهجي ويندو آهي. آخر جڏهن ڪيس اڃ گهڻو تنگ ڪندي آهي ته هو راڳ ڳائڻ شروع ڪندو آهي ۽ نماڻين نگاهن سان آسمان طرف نهاريندو آهي ته آسمان ۾ جهڙ ٿي پوندو آهي ۽ بوندون وسڻ شروع ٿينديون آهن، جنهن سان هن پکيءَ جو تتل جسم ٺري پوندو آهي، انسان هن پکيءَ جو نالو سارنگ رکيو ۽ اهو راڳ منجهند جو ڳايو ويندو آهي. هي وقت ان لاءِ مقرر ڪيو ويو آهي، جو ان مهل سج جي تپش ۾ ڪائنات جي هر ذري کي ٿڌڪار ۽ راحت جي ضرورت هوندي آهي ۽ اها هن راڳ جي اثر سان ٿي حاصل ٿيندي آهي.

هي راڳ سانوڻ ۽ بدي جي مهينن ۾ سخت گرميءَ ۾ ٻنپهرن جو ڳائبو آهي.شاهه لطيف به پنهنجن بيتن ۾ رعد جو ذڪر هن طرح سان ڪيو آهي:

'سٽيو رڙ رعد جي، ڪليون ٿيون ڪنبن'

موسيقيءَ جي ماهرن جو چوڻ آهي ته سارنگ راڳ ڳائڻ سان مينهن وسندو آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام جو مطالعو ڪرڻ سان اها ڳالهه واضح ٿئي ٿي ته شاهه لطيف کي سارنگ ۽ سنگهارن سان پيار آهي. سندس شاعريءَ جي سُرن: سريراڳ، سامونڊي، سهڻي، ڪاموڏ، گهاتو ۽ سارنگ ۾ پاڻي ۽ پاڻيءَ متعلق شين جو ذڪر ملي ٿو ٻين سُرن ۾ سمنڊ ۽ درياهه جو خاص طور ذڪر ڪيل آهي.

سنڌ جو علائقو ته هر وقت پاڻيءَ جي ڇڪ ۽ سڪ ۾ هوندو آهي، اُتان جي رهاڪن جون اکيون سدائين آسمان ۾ هونديون آهن. دانائن مينهن کي رب جي رحمت سڏيو آهي، جنهن سان هر طرف ساوڪ ۽ سرهاڻ، سرهائي ۽ سونهن جا منظر پيدا ٿيندا آهن. برسات سان نه رڳو پوکون، ميوا، گاهه ۽ ٻي پيداوار حاصل ٿئي ٿي، پر پاڻي، مواصلات جو وڏو ذريعو آهي، جيڪو به سارنگ جي سٽائن سان وجود ۾ اچي ٿو. ان لاءِ پاڻيءَ جا درياهي ۽ سامونڊي روپ موجود آهن.

سارنگ ۾ ڪيئي رنگ ظاهر ٿيندا آهن، ان ڪري هن رت کي رنگا رنگي، انڊلٺ رنگي، ڏنڪ وَن ۽ سون جهڙن نالن سان ياد ڪيو ويندو آهي. اهي سڀ رنگ سارنگ ۾ موجود هوندا آهن. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ پڻ چيو آهي ته:

اڄ رسيلا رنگ، بادل ڪييا برجن سين،
ساز، سارنگيون، سرندا، وڄائي برڇنگ،
صراحيون سارنگ، پلٽيون رات پڌام ٿي!

سارنگ جي سرن جي نسبت سان ڪوئل، ٻاپيهي ۽ مور جي رڙ کي اهميت آهي. سارنگ جي تاب ۽ هيبت جي نسبت سان اُن کي شينهن، هاٿي ۽ نانگ پڻ سڏيو ويو آهي.

**سارنگ**[4] **(سُر ۽ پسمنظر)**: سارنگ، سنڌي شاعريءَ جو پراڻو موضوع آهي، پر ان کي باقاعدي هڪ سُر جي حيثيت ۾ ميين شاهه عنات رضوي ۽ شاهه لطيف ڳايو آهي. سر سارنگ ۾ شاهه لطيف جتي قدرت جي نظارن ۽ انساني امنگن جون تصويرون چٽيون آهن ۽ پلر جي پالوٽ يعني مينهن جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي، اُتي سماجي مسئلن جي اپٽار پڻ ڪئي آهي.

اڄ کان ٽي سؤ سال اڳ لطيف جي زماني ۾ (1689ع کان 1752ع) جڏهن سنڌ اڃا آزاد نه هئي. ملڪ ۾ ڏُڪار مُنهن ڪڍيو، جنهن جي تباهيءَ جا هن مشاهدا ڪيا هئا. ان وقت سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي تحريڪ زور تي هئي، مٿان وري جهوڪ جي قضيي سنڌ کي جهوري وڌو هو. اهڙيءَ نازڪ صورتحال ۾ لطيف سائينءَ، سر سارنگ ۾ علامتي طور آزادي، خوشحالي، آسودگيءَ ۽ سُڪار لاءِ سنڌ جي ماڻهن ۾ اتساهه ۽ جذبو جاڳايو:

آگميو آهي، لڳهه پس لطيف چئي،
ونو مينهن وڏڦڙو، ڪيو ڏڻ ڪاهي،
ڇن ڇڏي ٻٽ پئو، سمر سنباهي،
وهو مَ لاهي، آسرو الله مان!

ڪيترن ڏاهن ۽ شارحن سر سارنگ مان علامتي طور نبي سائين حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جي آمد، الله پاڪ جي رحمت، اسلام جي پکڙجڻ، حق جو اچڻ ۽ باطل جو ڀڄڻ به مراد ورتي آهي، جنهن جي آمد سان بت ڀڳا، ڪفر جا ڪوٽ ڪريا ۽ توحيد جي تنوار جاري ٿي ۽ حضور صلعم جي آمد سان ماڻهن کي سهنج ۽ سک عطا ٿيو. شاهه لطيف جي سر سارنگ ۾ گهُٽ، ٻوسٽ، غلامي ۽ اونداهيءَ کان ڇوٽڪاري ۽ نجات جا سڏ آهن. لطيف سائين، انسانذات جي آزاديءَ ۽ دنيا جي خوشحاليءَ جو آدرشي شاعر آهي. شاهه لطيف توسيع پسندن، ٻئي ملڪ ۾ لالچي اکيون وجهندڙن، جهيڙي بازن ۽ فتني بازن کان نفرت ڪئي. شاهه لطيف، سنڌ جي خمير ۾ وڏو نبض شناس هو سندس نظريو هو ته 'ٻانهيون ۽ ٻايون، پکي سونهن پانهنجي'، ان ڪري هن سنڌ سان گڏ پوري عالم جي خوشحاليءَ لاءِ دعا ڪئي آهي.

شاهه لطيف، سُر سارنگ ۾ آزادي ۽ آجپي جي سڌ سان گڏوگڏ سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن جي واکاڻ به ڪئي آهي. جاگرافيائي لحاظ کان لطيف سائينءَ، سُر سارنگ ۾ سنڌ جا ڪيترائي ماڳ ۽ ڳوٺ آندا آهن. ڇيهي کان وٺي ڇڪيءَ تائين، لاڙ کان وٺي سري تائين، ڪراڙ ۽ ڪڇ کان وٺي ڪاڇي تائين، ٿر کان وٺي ناري ۽ پٻ تائين، گرهوڙ کان پٽ تائين، سنڌ جي ماڳن کي پنهنجي شاعريءَ ۾ محفوظ ڪيو آهي. تاريخي ڄاڻ جي پسمنظر ۾ هن سنڌ کان ٻاهر وارن اهڙن ملڪن ۽ شهرن: مصر، مڪي، عرفات، استنبول، ڪابل، قنڌار، چين، روم، مغرب، دهليءَ، دکن، ڪنپات، بيڪانير، پڄ، گرنار، جيسلمير جو ذڪر ڪيو آهي، جتي تصوف ۽ ويدانت جون تحريڪون هليون. انسانيت جي آجپي ۽ سڪار جون صدائون بلند ٿيون هيون:

پريائين ڪُن ڪراڙ جا، وٺو واريا سو
ڪُٽيتيءَ ڪنوَڻ ڪيو ڇگو ڇوماسو
ماڪاٽي تان موتيو، ڏيئي پٻ پاسو
خالق ڪيو خاصو، ڇيهو ڇُڪيءَ ڪنڌيين!

ڇيهو ڇُڪيءَ ڪنڌيين، ڪيائين ڳڙنگ، تي ڳُل،
هڏاڪتيان هليو، پري ترايون تَل،
آنڌائين آب اُڇل، مٿي باغ بهار تي!

بر وٺا، ٿر وٺا، وٺو جيسرميس
آگم ڪري آئيون، پائر پري پير...

بر وٺا، ٿر وٺا، وٺي ڪڇ ڪنارَ
پوڇاڙيءَ جو پٽن تي، ڏس! ناياڻون نارَ
سپاجهي ستار، لاٿا ڏُرت ڏيهه تان!

سارنگ سينگاري، وڄڻ وسڻ آئيون،
برسي پٽاري، پريا پٽ پراڻ جا!

موٽي ماندائڻن جي، واري ڪيائين وار،
وِڄون وسڻ آئيون، چوڏس ٿي چوڌار،
ڪي اُتي هليون استنبول ڏي، ڪي مڙيون مغرب پار،
ڪي چمڪن چين تي، ڪي لهن سمرقندن سار،
ڪي رمي ويون روم تي، ڪي ڪابل، ڪي قنڌار،
ڪي دِلي، ڪي دکن، ڪي گُڙن مٿي گرنار،
جنبي جيسرمير تان، ڏنا بيڪانير ٻڪار،
ڪنهين ڀُڄ ڀڄائيو، ڪنهين ڍَٽ مٿي ڍار،
ڪنهين اچي عمرڪوٽ تان، وسايا ولهار،
سائينم! سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار،
دوست مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين!

سر سارنگ ۾ شاهه لطيف عورت جي ڪردار کي اوليت ڏني آهي ۽ مرد جي آزاديءَ واري جاکوڙ ۾ گهر جي اوني يا الڪي جو سمورو بار عورت تي رکيو آهي، جتي هارين کي هر سنباهڻ، ڏڻ سنڀالڻ ۽ اناج اپائڻ جي تلقين ڪئي آهي، اُتي عورت کي سيج سينگارڻ، کير ۽ مکڻ هٿيڪي ڪرڻ ۽ گهر جي اڏاوت جي اوني لاءِ اتساهه ڏياريو آهي. انهيءَ برابريءَ تي لطيف سائين آزاديءَ جو بنياد رکي ٿو ۽ هو هڪ رهبر جي حيثيت سان هڪ آزاد رياست جو دستور مقرر ڪري ٿو ته شاهه جي نگاهه ۾ جيڪڏهن پورهيت آزاد نه آهي ته ڏيهه مان ڏڪ ويندو ئي ڪونه:

نه ڪا جهل نه پل، نڪو رائر ڏيهه ۾،
آٽيو وجهن آهورين، روڙيو رتا گل،
مارو پاڻ امل، مليرون مرڪٽو!

**سارنگا** (رسالو): سارنگا، حيدرآباد، سنڌ مان نڪرندڙ هڪ ٽماهي (مُندوار) پرچو آهي، جنهن جو ايڊيٽر (اعزازي) اسحاق سميجو آهي، جڏهن ته ايڊيٽوريل بورڊ جي ميمبرن ۾ شوڪت حسين شورو، جامي چانڊيو، سردار شاهه، اڪبر لغاري، علي دوست عاجز، منظور ميراڻي ۽ ارشاد ٽيٽي آهن. هن ادبي رسالي جا جنوري 2008ع کان سيپٽمبر 2012ع تائين 19 پرچا نڪتا آهن، جن مان 5-4، 8-7، 12-11، 14-13، 16-15، 19-18 شمارا (يعني ڇهه پرچا) گڏيل نڪتا آهن. هن ادبي رسالو جو نالو 'سارنگا' ننگرپارڪر ۽ ڪارونجهر جبل جي دامن ۾ جنم وٺندڙ هڪ لوڪ رومانوي داستان 'سڏونت ۽ سارنگا' جي سُورميءَ 'سارنگا' جي نالي پٺيان رکيو ويو آهي، جڏهن ته ٿر جي هن عشقيه قصي 'ڪجلاسر' جي ڪناري تي جنم ورتو هو، اُن نسبت سان اداريي جو عنوان 'ڪجلاسر' تجويز ڪيو ويو آهي. رسالي جو مقصد سنڌيءَ جي حقيقي آرٽ، ڪلچر ۽ ادب کي اتساهڻ، روشن خيال، جدت پرئي ۽ تجربي جو ساهس سارڻيندڙ تخليقن کي همٿائڻ، هند ۽ سنڌ ۽ سنڌي ادب ۾ موجود سَنڌن کي گهٽائڻ، ترجمن وسيلي سنڌي ادب جو دامن وسيع ڪرڻ ۽ بهتر ۽ مثبت تنقيدي روايت کي اڳتي وڌائڻ ڄاڻايو ويو آهي. هن وقت تائين نڪرندڙ شمارن جو وچور هن ريت آهي:







**سارنگا-1**: جلد پهريون، شمارو پهريون (سيارو: 2008ع)
**سارنگا-2**: جلد پهريون، شمارو ٻيو (بهار: 2008ع)
**سارنگا-3**: جلد پهريون، شمارو ٽيون (اونهارو: 2008ع)
**سارنگا 5-4**: جلد پهريون/ ٻيو شمارو چوٿون- پنجون (سيارو- بهار:09-2008ع)
**سارنگا-6**: جلد ٻيو، شمارو ڇهون (اونهارو: 2009ع)
**سارنگا-8-7**: جلد ٻيو شمارو ستون- اٺون (سرءُ- سيارو: 2009ع)
**سارنگا- 9**: جلد ٽيون، شمارو نائون (بهار: 2010ع)
**سارنگا- 10**: جلد ٽيون، شمارو ڏهون (اونهارو: 2010ع)
**سارنگا 12- 11**: جلد ٽيون، شمارو: يارهون- ٻارهون (اونهار- سيارو: 2010ع)

سارنگا 14-13: جلد چوٿون، شمارو: تيرهون- چوڏهون (جنوري- مئي 2011ع)

سارنگا 16-15: جلد چوٿون، شمارو: ٽيون/ چوٿون، جون- ڊسمبر 2011ع

سارنگا- 17: جلد پنجون، شمارو: پهريون (2012ع)

سارنگا- 19-18: جلد پنجون، شمارو: سترهون- ارڙهون، اپريل- سيپٽمبر 2012ع.

**سارنگي** (ساز): سارنگي ڪلاسيڪل ساز آهي. هن جي طبليءَ سان جڙيل ڏنڊي عام طور تي شمشاد جي ڪاٺيءَ مان ٺهندي آهي. اها طبلي 2 فوٽ ڊگهي ۽ اڌ منو فوٽ ويڪري ٿئي ٿي، جنهن ۾ هيٺ،



آوازي ڪونئي يا ڪوپي، ڪوڪي وانگر ٿئي ٿو. طبليءَ تي ٻڪريءَ جي کل چڙهيل هوندي آهي. طبلي جي ٻنهي پاسي سنهي چيلهه ٿئي. ڏنڊي جو سَرو ٿورو وڏو ٿئي، جنهن جي مٿان سوراخ ڪندا آهن. واڄي جي تار تند يا رودي (ٻڪريءَ جي آنڊن جي) ٿئي ٿي. ٻيءَ تار پتل جي، ٽين تار رڪ جي ۽ چوٿين تار پتل جي هوندي آهي. پهرينءَ تارکي باج جي 'تار' چوندا آهن. جيڪا شڌ مڌم تي رکندا آهن. ٻيءَ ۽ ٽين تار پنچم تي ۽ چوٿين تار گرام جي پنچم سان ملائيندا آهن. هونئن هن ۾ 40 ڪن تارون ٿين ٿيون، جيڪي آوازي ڪوڪي جي مٿان لڳل هونديون آهن.

هي ساز گزجي مدد سان وڄائبو آهي. هي سنڌي سرندي جو نمونو آهي. هڪ هٿ سان تارن تي گزهڻبو آهي ۽ ٻئي هٿ سان مختلف هنڌن تي آڱريون ڦيرائي آواز کي پنهنجي گهربل ڏڪاءَ تي آڻبو آهي. هن ۾ چوڏاري ڳيٽيون لڳل هونديون آهن. دربد ۽ خيال ڳائڻ وارا سارنگي ۽ سرمنڊل جي سنگت ڪانسواءِ مشڪل ڳائي سگهندا آهن. سرمنڊل ۽ تانپورو رڳو آس جهلي بيهندا آهن، پر سارنگي نه رڳو راڳ جون خوبيون ۽ باريڪيون اجاگر ڪندي آهي، پر ميندين، مرڪن ۽ تانن ۾ به گائڪ جو ساٿ ڏئي ٿي. وچ واري ساهيءَ ۾ ڪاريگر وڄائڻ وارا راڳ جي صورت کي سينگارين ٿا. سارنگيءَ جي هڪ معنيٰ سورنگي ۽ ٻي معنيٰ انساني جسم جي آهي، چو ته سارنگيءَ مان انساني ڳلي کان به وڌيڪ سُر نڪرن ٿا.

هي سنڌ جي ٿر ۽ راجستان واري علائقي جو خاص ساز آهي. حيدرآباد جا ماڙيچا گهراڻي جا استاد سازندا: حسٿو خان، موسو خان ۽ يوسف خان هن ساز جا استاد وجوَت تي گذريا آهن. خير محمد خان جو ياءُ اسماعيل المعروف سپ رنگ خان ڪانسواءِ بابا نيازو خان ۽ مجيد خان پڻ هن ساز وڄائڻ ۾ ڪمال دسترس رکندا آهن.

**سارنگيار** (ديهه): تعلقي چاچري، ضلعي ٿرپارڪر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

قبولاٽي، مٺي جي ڍاٽي، صوبي جو تڙ پوٺيا، مناتڙ، سامون ڀيل، سوجي جو تڙ، غلام محمد شاهه، وائوڙي اولڊ، نوري جو تڙ ۽ پوري جي ڍاٽي.

**ساروهه ڏنڊ**: هيءَ ڍنڍ ضلعي قنبر شهدادڪوٽ جي تعلقي وارهه جي يونين ڪائونسل غيبي ديري ۾ واقع آهي. هيءَ ڍنڍ ڪاڇي جي ڍنڍن جي سلسلي جي هڪ ڍنڍ آهي، جن ۾ حمل ڍنڍ، ڪاڇڙي ڍنڍ ۽ بدام ڍنڍ اچي وڃن ٿيون. هيءَ ڍنڍ حمل ڍنڍ ويجهو بچا بند سان ڳنڍ آهي. هن جي اولهه ۾ ڪيرٿر اتر ۾ وارهه تعلقو ۽ ڏکڻ ۾ حمل ڍنڍ ۽ جوهي تعلقو اچن ٿا. قديم دور ۾ ڪاڇي جي حد مان سنڌوءَ جي هڪ شاخ وهندي هئي، جنهن کي ساروهه جو وهڪرو سڏبو هو چيو وڃي ٿو ته ساروهه نالي چنن جو ڳوٺ هتي پراڻي وقت کان آباد هو. ساروهه درياهه جو وهڪرو ڪاڇي مان وهي منڇر ڍنڍ ۾ چوڙ ڪندو هو جڏهن ساروهه جو وهڪرو ختم ٿيو ته ان مان ٿي ڍنڍون نڪري نروار ٿيون، جن مان بدام، ڪاڇڙي ۽ ساروهه اچي وڃن ٿيون. هڪ روايت موجب ساروهه سردار پُنري خان جي هڪ پٽ جو نالو هو ساروهه ڍنڍ ۾ مڇي، پکي، ٻهه، لوڙهه، ڪم، پبڻ جام ٿيندي هئي، انگريز دور ۾ چانڊين جي سردار نواب غيبي خان سان گڏ انگريز گورنر ۽ ڪليڪٽر هن ڍنڍ تي شڪار ڪندا هئا.

**ساره شگفته**: ساره شگفته پنجابي ۽ اردوءَ جي مشهور شاعره ٿي گذري آهي، جنهن کي سندس بيباڪي ۽ لفظن جي گهرائيءَ ڪري گهڻي پذيرائي ملي. ساره شگفته 14 آڪٽوبر 1954ع تي گوجرانوالا، پنجاب ۾ جنم ورتو هن نوجوانيءَ ۾ ئي پنهنجي تخليقي صلاحيتن سبب شهرت ماڻي. سندس شاعري، نثري ٽڪرا ۽ مضمون رسالن ۽ اخبارن جي زينت بڻجندا هئا، جيتوڻيڪ سندس مائٽ ۽ عزيز سندس ادبي سرگرمين جا مخالف هئا، پر هوءَ تنهن هوندي به لڪندي رهي ۽ مشاعرن توڙي ادبي



پروگرامن ۾ شريڪ ٿيندي هئي. عملي زندگيءَ ۾ به هن جا مائٽ سندس ملازمت مان ناخوش هئا، جو هوءَ خانداني منصوبه بنديءَ واري کاتي ۾ ڪم ڪندي هئي. سارا شگفته جي پهرين شادي 14 سالن جي عمر ۾ ئي ڪنهن اڻ پڙهيل مائٽ سان ڪرائي وئي هئي، جيڪو مٿس تشدد ۽ شڪ ڪندو هو جيئن تيئن ڪري سارا تعليم جاري رکي. نيٺ سندن علحدگي ٿي. ان بعد هڪ شاعر کيس شاديءَ جي آڇ ڪئي، پر اهو به وقتي طور سندس ساٿي ثابت ٿيو ۽ پوءِ هو به مٿس تشدد ڪندو هو اهڙيءَ طرح ٽين شادي به سارا کي غلاميءَ وارو احساس ڏنو. جنهن بعد هوءَ مايوسين جي کُن ۾ ڦاسندي وئي. مجبوراً پنهنجي مرندڙ ماءُ جي آخري خواهش تي هڪ جاگيردار سان شادي ڪيائين. ماءُ جي وفات بعد هن جي چوٿين مڙس به مٿس سختيون ڪيون. طلاق بعد عمر جو

پوءِ حصو هن ڪراچيءَ ۾ گذاريو. جتي احمد سعيد نالي هڪ شخص جي ساڻ ڪيس محبت ۽ قدردانيءَ جو احساس ڏنو. پر باوجود آچ جي هن احمد سعيد سان شادي نہ ڪئي ۽ پنهنجي همراز دوست ۽ نامور اديبا امرتا پريتم کي خطن ۾ لکيائين تہ، ڪيس احمد سعيد ئي واحد شخص مليو. جنهن محبت سان ڪيس ڪٿيو ۽ هن جي زندگيءَ جي تلاش پوري ٿي. ۽ پوءِ هڪ سال تائين هوءَ احمد سعيد سان نہ ملي.

4 جون 1984ع تي ڪراچيءَ جي ريلوي ٽريڪ تي سارا شگفتہ جو لاش مليو. جنهن لاءِ آپگهات جو امڪان ڄاڻايو ويو ٿو.

سارا، ڪجهہ عرصو سنڌي شاعره عطيہ دائود جي گهر بہ رهي. نامور ليکڪا امرتا پريتم سندس ڪردار تي هڪ ناول 'ايڪ ٿي سارا' لکيو. سارا شگفتہ ڪراچيءَ ۾ مدفون آهي. سارا شگفتہ جي شاعريءَ جا ڪتاب: (1) 'بُلدي اکر' (پنجابي ڪلام)، (2) 'مين ننگي چنگي' (پنجابي ڪلام)، (3) 'آنکين' (اردو نثري نظم: 1997ع) مشهور آهن. سارا شگفتہ بابت پنجابي اديب احمد سليم هڪ مڪمل ڪتاب لکيو آهي.

**ساريا (ذات):** ساريا ذات وارا سميجا ڪل مان ڇپيا وڃن ٿا، جن جو واسطو انڙن سان آهي. ساريا، سمن، ابڙن ۽ ملاحن ۾ ٿين. هي قديم سمات ذات آهي. جنهن ۾ ڏاريجا، راهوجا، مناهيجا، فيروزيجا، ڪيريا ۽ منگوڻا شامل آهن. ساريا جنگجو رهيا آهن. ڪيسن پنهنجو لشڪر هوندو هو. دادو ضلعي جا شهر ڪَڪڙ ۽ خانپور سندن خاص علائقو آهن. ڪا ساريا دعويٰ ڪن ٿا تہ هو عرب آهن. حضرت عمر فاروق رضہ جي هڪ خاص سپہ سالار جو نالو 'ساريو' هو. جنهن جو اولاد آهن. ناليوارو قومپرست اڳواڻ پنهل ساريو، شاعر ناصر ساريو بہ هن ذات سان تعلق رکن ٿا.

**ساريجي ٻُني:** سنڌو تهذيب وارو هي دڙو، 'ساريجي ٻني'، ضلعي ٺٽي ۾، حيدرآباد کان 50 ڪلوميٽر پري هڪ ٽڪريءَ تي موجود آهي.

ساريجي ٻنيءَ جي چوڌاري ڪجهہ ڪلوميٽرن تائين ڪچو آهي. ماڳ جي ڏيگهہ اتر اولهہ هڪ ڪلوميٽر ۽ ويڪر بہ ايتري ئي ٿيندي. اترئين ڇيڙي تي فش هيچري (مڇين جي افزائش جي جاءِ) ۽ ڏاکڻي ڇيڙي تي ڳوٺ محمد خان جکرو آهي. هي ماڳ هڪ ٽڪريءَ تي آهي ۽ سم ۽ ڪلر هن ماڳ کي ختم ڪري ڇڏيو آهي. ڪجهہ حصو سرڪاري آفيسن هيٺ اچي چڪو آهي. ٽڪريءَ جي اولهہ ڏکڻ ۾ ڪجهہ آثار باقي وڃي بچيا آهن. هتان لڌل وٿن ۾ ٺڪر جي ٿانون جا ٽڪرا، ناديون، مٽڪا، چلون، پوجا جا ٿانو، گهگهيون، ٿالهيون، ٻاٽيون، ڏيئا، سڪا وغيره آهن. ٺڪرائو ڳاڙهي تي ڪاري چٽ وارو سنڌو تهذيب سان پيٽڻ جهڙو آهي.

ساريجي هڪ قديم ماڳ آهي، جيڪو سنڌوءَ جي ڪلريءَ واري وهڪري تي آباد هو. هن وهڪري تي ٻيا شهر ۽ وسنديون مڪلي، ساموئي، هالات، هاليجي، گجو، گهارو ۽ ٻنبور آباد هئا. هتان جا ماڻهو مٽي ۽ پٿر جي ٺهيل گهرن ۾ رهندا هئا ۽ ٺڪر جا چڪ تي لٺل چٽيل ۽ ٺهيل ٿانو استعمال ڪندا هئا. هن ماڳ جي کوٽائي نہ ٿي آهي.

**ساريگان گيت:** هي خوشيءَ جو گيت آهي، جيڪو اڪثر سامونڊي مهاڻا ڳائيندا آهن. هي گيت بنگال جي مهاڻن کان، سنڌ جي مهاڻن وٽ رائج ٿيو هي گيت، مهاڻا، تار پاڻيءَ ۾ اوپاري وڃڻ وقت ڳائيندا آهن. ٻيڙين جي مقابلي وقت اڪثر مانجهي گڏجي ڳائيندا آهن. منجهن جوش ۽ خروش پيدا ٿيندو آهي. ساريگان جي معنيٰ 'سارن (سيني) جو گيت' آهي. هي گيت ڳائڻ مهل آهستگيءَ سان شروع ڪندا آهن ۽ ٻيڙيءَ جي تکي هلڻ سان گائڪيءَ ۾ جوش ايندو ويندو آهي. ساريگان مردن جو گيت آهي، پر ڪٿي ڪٿي عورتون بہ ڳائينديون آهن. هي 'گيت پاڻيءَ جي گيتن' ۾ شمار ٿئي ٿو.

**ساريون:** ساريون کاڌ خوراڪ جي مکيہ فصلن ۾ شمار ٿين ٿيون. ڪڻڪ کانپوءِ سڀ کان وڌيڪ سارين/ چانورن جو فصل سنڌ جي مختلف حصن ۾ پوکيو ويندو آهي. سال 2005ع ۽ 2006ع جي هڪ سروي موجب سنڌ جي آباد ايراضيءَ ۾ 593 هزار هيڪٽرن تي ساريون پوکيون ويون. اها شرح هر سال ساڳي قائم رهي ٿي، اُن ۾ اضافو بہ ٿئي ٿو ۽ سراسري طور 1800 ميٽرڪ ٽن پيداوار سارين جي ٿئي ٿي. ساريون خريف جو فصل آهن. بنگلاديش ۽ پاڪستان سميت ڀارت ۾ بہ سارين جو فصل ٿئي ٿو. سارين جون ڪيتريون ئي جنسون پوکيون وڃن ٿيون، جن مان ڪجهہ نين جنسن جو تفصيل هتي ڏجي ٿو (وڌيڪ ڏسندا: چانور، جلد 4).

**سارين جون نيون جنسون:** سنڌ ۾ 90 سيڪڙو ايراضيءَ تي ايري-6 ساريون پوکيون وڃن ٿيون. شروع ۾ يعني 1968ع ڌاري هنن سارين جو ٻج فلپائن مان گهرايو ويو هو. جڏهن تہ ڊگهي عرصي تائين پوکجڻ



سبب، هن ٻج ۾ نہ فقط ٻين ٻجن جي ملاوٽ ٿي وئي آهي، بلڪ هن جنس ۾ خوردرو يا پاڻمرادو جنسن جا ٻوٽا بہ پيدا ٿي رهيا آهن. جن هن جنس جي معيار کي ڪافي متاثر ڪيو آهي. دنيا جي مارڪيٽ ۾ ايري چانورن جي کپت گهٽجي وئي آهي. ان ڪري ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ ايري-6 جي جاءِ تي ڪي ٻيون نيون جنسون پوکي بيروني مارڪيٽ ۾ ٻين ملڪن وانگر اڳيرو ٿجي ۽ وڌيڪ قيمت وصول ڪري ملڪ کي خوشحال بنائجي.



اسان وٽ جيڪي نيون جنسون متعارف ٿيون آهن، تن مان خاص سپر باسمتي، KS 385، شاداب ۽ طوبا (ڊي- آر- 92) آهن، جن جو تفصيلي ذڪر هيٺ ڪجي ٿو:

**سپر باسمتي:** هيءَ ڊگھي داڻي واري نهايت عمدي، نازڪ ۽ قيمتي جنس آهي. ڪائڻ ۾ بيحد لذيذ ۽ خوشبودار آهي. هيءَ اصل پنجاب جي جنس آهي، مگر ان کي سنڌ ۾ به پوکي سٺا نتيجا حاصل ڪيا ويا آهن. هن جنس جي ٻاهرئين مارڪيٽ ۾ تمام گھڻي کپت ۽ گھرج آهي. هن جنس جو ٻج اتر سنڌ ۾ 10 جون تي پوکي، ڏهين جولاءِ کان رونبو شروع ڪري، 20 جولاءِ تي ختم ڪري سگھجي ٿو. رونبي کان 10 ڏينهن ڪانپوءِ هن کي في ايڪڙ هڪ ٻوري ڊي. اي. پي ۽ اڌ ٻوري يوريا ڏيڻ گھرجي. هيءَ جنس قد ۾ ايريءَ کان ڊگھي ٿئي ٿي. في ايڪڙ پيداوار 35 کان 38 مڻ ڏئي ٿي. هن جنس جي بهتر پيداوار ۽ چانورن جو معيار ۽ ملھ حاصل ڪرڻ لاءِ، هن جنس جي لاب بعد 10 ڏينهن اندر سَٽ ڪجي ٿي.



**KS-385:** هيءَ جنس به پنجاب جي پيدا ڪيل آهي. هن جو چانور بيحد لذيذ ۽ خوشبودار ٿئي ٿو هن جي پوکيءَ جو طريقو به ساڳيو سپر باسمتيءَ وارو آهي. سنڌ ۾ هيءَ جنس هاڻي گھڻي پاڳي پوکي وڃي ٿي، جيڪا نتيجي ۾ 37 کان 40 مڻ في ايڪڙ ڏئي ٿي.

**شاداب:** سارين جي هيءَ جنس ٽنڊي ڄام فارم تي ايٽامڪ انرجي يا نيا (NIA) پيدا ڪئي آهي. هن جو چانور ايري- 6 جي ڀيٽ ۾ سنهو ۽ ڊگھو ٿئي ٿو، جنهن ڪري هن کي مارڪيٽ ۾، ايري- 6 کان وڌيڪ قيمت ملي ٿي. هن جنس کي به ايري- 6 وانگر پوکيو وڃي ٿو ۽ تمام سٺا نتيجا حاصل ڪيا وڃن ٿا.

**طوبا (ڊي- آر- 92):** هيءَ جنس ڏوڪري فارم تان ڪڍي وئي آهي، هڪ اندازي موجب هيءَ جنس ايري-6 جو سنو بدل ثابت ٿي آهي. هن جو چانور ايري-6 کان گھٽو سنو ۽ پيداوار ۾ پڻ وڌيڪ ٿئي ٿو هن جي پوکيءَ جو به ساڳيوئي طريقو ٿئي ٿو جيڪو ايري-6 جو ٿئي ٿو.

(وڌيڪ ڏسو: چانور، جلد: 4).

**ساڙدرو تيرٿ** (ماڳ): هي تاريخي ماڳ ننگرپارڪر تعلقي ۾ موجود آهي. هي ماڳ هندن جو اهم ڌرمي آستان/ تيرٿ جو درجو رکي ٿو جيڪو ننگرپارڪر شهر کان اولهه طرف ٽن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ڪارونجهر جبل ۾ واقع آهي. هتي آڳاٽي زماني ۾ راجستان جي شهر



ڪارونجهر ۾ موجود ساڙدرو تيرٿ

پاٽڻ جي هڪ ڇوڪريءَ جي چوڻ تي سندس والدين شِوَ جو ڏهرو جوڙيو هو جنهن تي 'ساڙدرو' نالو رکيو ويو هو.

ساڙدري متعلق هڪ روايت آهي ته اڳي هتي هڪڙو هرڻ ۽ هرڻي جبل ۾ پيا ڦرندا هئا. ڏينهن جو پاسي وارين جاين ۾ گھمي، ڦري، رات جو جبل ۾ اچي رهندا هئا. هڪڙيءَ رات جو جيئن هرڻ ۽ هرڻي، ڇلانگون ڏيندا، جبل تي پئي چڙهيا، ته هرڻ اوچتو هڪڙي پاڻيءَ سان ڀريل ڪُن ۾ وڃي ڪريو ۽ مري ويو. اُن جي پيار ۾ جيئن هرڻيءَ ٽپ ڏنو ته اها وڃي ڪُن جي ٻئي پاسي ڪَدم جي وڻ ۾ ڦنگجي پئي ۽ اتي ئي مري وئي. آهستي آهستي هرڻيءَ جا هڏا سڙي ۽ ڳري، ڪُن ۾ پوندا رهيا ۽ پاڻيءَ ۾ ملي ويا. هندن جي شاسترن موجب ان پاڻيءَ ۾ ڪا اهڙي غيبي طاقت هئي، جو هرڻيءَ جا هڏا مُڪت ٿي ويا ۽ رگھوسِسي وڻ ۾ اٽڪيل رهي. ڪُن ۾ هرڻيءَ جي ڪِرڻ سبب ان ڪنڊ جو نالو 'مرگھي ڪنڊ' (هرڻيءَ جو ڪُن) پئجي ويو. هندن جي جوٽين واري مَتي موجب روايت آهي ته هُن هرڻيءَ، راجستان جي هڪ شاهوڪار گھراڻي ۾ ٻيو جنم ورتو هو، پر جيئن ته سندس اڳئين جنم ۾ هرڻيءَ وارو مٿو ڪارونجهر ۾ ڪَدم جي وڻ ۾ اٽڪيل هو انڪري سندس مٿي ۾ هر وقت سُور رهندو هو هڪ ڏينهن ڪنهن برهمڻ گھروارن کي چيو ته هيءَ ڇوڪري اڳئين جنم ۾ هرڻي هئي، سندس مٿو ڪارونجهر جبل جي مرگھي ڪُنڊ جي هڪ وڻ

۾ اٽڪيل آهي. جيڪڏهن اهو مٽو اتان هيٺ لاٿو ويندو ته چوڪريءَ جي مٽي جو سور ختم ٿي ويندو. پوءِ جڏهن مائٽن اهو هرٽيءَ جو مٽو ان وڻ تان هيٺ لاٿو ته چوڪريءَ جي مٽي جو سور ختم ٿي ويو. پوءِ ان چوڪريءَ جي پيءُ 'ڪنڊ' جي ڏکڻ طرف ٻه ڏهرا جوڙايا، جيڪي اڄ تائين ساڳيءَ حالت ۾ موجود آهن. جن مان هڪ شو پڳوان جو ۽ ٻيو پاروتيءَ جو ڏهرو آهي. ساڙدري تيرٿ جي مکيه جاءِ 'مرگهي ڪن' آهي، جنهن کي ننگرپارڪر جي هندو پنچائت مرمت ڪرائيندي رهندي آهي. هن ۾ ٻاروهي پاڻي موجود رهي ٿو. ويدن ۾ به ساڙدري جي 'مرگهي ڪُنڊ' جو ذڪر آيو آهي، جنهن موجب "جيڪڏهن ساڙدري جي پاڻيءَ ۾ مُردي جي خاڪ/ سنک وڌا ويندا، يعني ڦل تاريا ويندا ته اهو عمل گنگا ۾ ڦل تارڻ برابر هوندو."



ساڙدري جي مرگهه ڪُن ۾ ياتري وهنجي رهيا آهن

ساڙدري جو ميلو هر سال ڪارتڪ پورنما ۽ شوَراتريءَ تي لڳندو آهي، جنهن ۾ هزارين ياتري اچي پڇن پاوَ ڪندا آهن. ڪيترا ماڻهو ان موقعي تي پنهنجن پيارن جا سنک تارڻ ايندا آهن ۽ باسون باسڻ ايندا آهن. ڪجهه عرصو اڳ مختلف سياسي ۽ سماجي شخصيتن ساڙدري لاءِ تعميرات جون اسڪيمون منظور ڪرايون ۽ هتي ٻه پڪا ڪمرا ۽ هڪ مسافرخانو ٺهرايو، جنهن ۾ ميلي دوران ياتري رهندا آهن. تازو سرڪار، ننگرپارڪر کان ساڙدري کان ڪجهه اورتي تائين پڪو روڊ به ٺهرايو آهي، جنهنڪري ياترين جو ساڙدري تائين پهچڻ آسان ٿي پيو آهي. ساڙدري کان اتر طرف ٿوري پنڌ تي هڪ پراڻو کوهه موجود آهي، جتان انگريزن خلاف بغاوت دوران روپلو ڪولهي ۽ سندس ساٿي پاڻي ڀريندا هئا. هن وقت ان کوهه مان پاڻيءَ جي لائين ڇڪي ساڙدري تيرٿ تائين هڪ حوض ۾ پهچائي وئي آهي، جنهنڪري هتي پيئڻ جي پاڻيءَ جي سهوليت ٿي پئي آهي.

اڳي هن قديم آستان جو رکوالو هنس پُري ٻائو هوندو هو. جنهن جي سماڌي موجوده مسافرخاني پرسان موجود آهن. هن وقت به هڪ ٻائو هر وقت مندر ۾ رهندو آهي. جيڪو ياترين جي شيوا ڪندو ۽ ڪين تلڪ لڳائيندو آهي. ٿر ۾ تفريح لاءِ ايندڙ ماڻهو خاص ڪري وسڪاري جي رُت ۾ ڪارونجهر ايندي، هن آستان تي ضرور ايندا آهن.

**ساڙهي** (لباس): عورتن جو مشهور لباس، جنهن کي ننڍي کنڊ، خاص ڪري هندستان، پاڪستان ۽ بنگلاديش ۾ خاص اهميت حاصل آهي.



هندستان ۾ هيءُ لباس عام طور هندو عورتون پائين ٿيون، پر بنگلاديش ۾ مسلمان عورتون پڻ پائين ۽ پاڪستان ۾ به ساڙهيءَ جو فيشن عام آهي. ورهاڱي کان اڳ (توڙي پوءِ) وڏ گهراڻيون سنڌي هندو عورتون ساڙهي پائينديون هيون ۽ اهو رواج اڄ به ڏسڻ ۾ اچي ٿو. انگريزيءَ ۾ هن لباس کي 'ساري' (Sari) چيو ويندو آهي. هي لباس عام طور جرڪندڙ رنگن/ ڏاڳن سان ڀريل پرت تي سوٽي، ريشمي ۽ بنارسيءَ جي پنجن کان ستن ميٽرن ڊگهي ڪپڙي تي مشتمل هوندو آهي، جنهن کي چيلهه کان ڪاٻي طرف ورائي، اڳيان واري حصي تي وچ ۾ خوبصورتي وڌائڻ لاءِ گهنج (پليٽون) ڏئي، وري ڪاٻي پاسي هڪ ڀيرو ورائي، ڪاٻي ڪنڌ تي رکبو آهي. ڪنڌ جي پرئين پاسي ڇڏيل ڪپڙي کي پلو چيو ويندو آهي، جنهن کي عورتون پنهنجي مرضيءَ مطابق مٿي تي رکنديون آهن يا ڇڏي ڏينديون آهن. گجراتي ۽ پارسي عورتون ساڙهيءَ جو پلؤ پٺيان کان ڦيرائي اڳيان رکنديون آهن. جسم جي مٿين حصي کي ڍڪڻ لاءِ الڳ ساڙهيءَ جي رنگ جهڙي يا ان سان ٺهڪندڙ رنگ جي ڪپڙي جي ننڍڙي چولي (بلائوز) هوندي آهي. موجوده وقت ساڙهي هندستان جو قومي لباس آهي، خوبصورت رنگن ۽ ديده زيب ڊزائين وارين ساڙهيون دنيا جي هر خطي ۽ ملڪ ۾ شوق سان ڪتب آنديون وڃن ٿيون.

**ساز جو گهاٽ** (Frame): ساز جو گهاٽ (Frame)، لوهه/ فولاد يا پتل جي ٻن اڍائي سُوتن جي ٿلهي تار جو، ٽڪنڊي شڪل سان ٺئي ٿو ۽ ڪن ۾ هڪ ڪنڊ ڪليل هوندي آهي ته جيئن ڇيڙا هڪٻئي کان الڳ رهن. هن کي ڪنهن ڏوريءَ ۾ ڪنهن ڪنڊ وٽ ٻڌبو آهي، يا هٿ ۾ جهلبو آهي ته جيئن پيدا ٿيندڙ لرزش ۾ رڪاوٽ جي پاسي تي ڏڪ هڻي آواز پيدا ڪجي. وڄت جي شدت کي تيز، مڌم ۽ آهستي ڪرڻ لاءِ پاسي تي آڱر سان ضرورت آهر ڇهاءُ ڏبو آهي. ڏڪ واري جاءِ بدلائڻ سان به آواز ۾ تبديلي پيدا ڪري سگهجي ٿي. هي ساز جرس وانگر آهي، جيڪو اڪثر مرشد جي آمد جي اطلاع لاءِ استعمال ڪبو آهي، پران جو نمونو ٻيو آهي. هي ساز ڏند ڪٿائي گرو 'گوگي چوهاڻ' جا پوڄاري ڳائڻا وڄائيندا آهن.

**ساز علي 'ساز'**: شڪارپور جو شاعر. شيخ ساز علي 'ساز' ولد محمد بخش شيخ، 12 فيبروري 1916ع تي ڄائو. هن ابتدائي تعليم هندو سنڌي اسڪول نمبر-3 ۽ ورنيڪيولر اسڪول-2 مان حاصل ڪئي ۽ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور مان ڪئي. ان کانپوءِ سي اينڊ ايس ڪاليج شڪارپور ۾ داخل ٿيو جتي تعليم سان گڏ علم ۽ ادب ڏانهن به راغب ٿيو. انهن ڏينهن ۾ آغا غلام نبي 'صوفي' جي 'بزم مشاعره' ۾ به شرڪت ڪندو هو. هن شاعريءَ جي باقاعدي سکيا آغا صوفيءَ کان حاصل ڪئي. ساز علي 'ساز' سي اينڊ ايس ڪاليج شڪارپور' مان شايع ٿيندڙ 'اپرسنڌ' مئگزين جو ايڊيٽر رهيو. بي. اي ڪرڻ کانپوءِ ڪراچيءَ هليو ويو، جتي ايل. ايل. بي ڪري سنڌ مدرسة الاسلام ۾ استاد مقرر ٿيو. ڪجهه وقت کانپوءِ اها نوڪري ڇڏي، فوج ۾ ميجر جي عهدي تي مقرر ٿيو. وري ڪجهه عرصي کانپوءِ فوج جي نوڪري ڇڏي ميرپورخاص ۾ وڪالت ڪيائين. ساز عليءَ جو ڪلام ۽ سنڌس تنقيدي مضمون، ماهوار رسالي 'سنڌو' ۾ شايع ٿيندا هئا. هن ڪيترائي تنقيدي مضمون لکيا. ساز علي ساز 7 مئي 1964ع مطابق ذوالحج 1381هه تي ميرپورخاص ۾ وفات ڪئي ۽ شڪارپور ۾ دفن آهي.

**سازگيري (راڳڻي)**: هيءَ راڳڻي ماروا ٺاٽ جي سمپورڻ آهي. قديم دور جي سنگيتن ۾ هن جو ڪو رواج نہ ٿو ملي. هن راڳڻيءَ کي هڪ نئين سروپ جي راڳڻي چئي سگهجي ٿو ڇو تہ ماروا ٺاٽ ۾ پنچم جو سر ورج آهي، جيڪڏهن ماروا ۾ پنچم لڳائبو تہ راڳ پوريا ڪلياڻ جنم وٺندو. پاتکنڊي ۽ نواب ٺاڪر عليءَ جي لکيل 'هند جي سنگيت' ۾ هن راڳڻيءَ کي پوريا ۽ پوربيءَ جي ميلاپ سان ٺهڪندڙ راڳڻي ٻڌايو ويو آهي. جيڪڏهن هي پوريا انگ جي راڳڻي آهي تہ پوءِ هن راڳ کي مندر استان ۽ مڌ استان جي انگ سان ڳائڻ گهرجي.

روايت موجب سازگيري راڳڻي مسلمانن جي ايجاد آهي ۽ هن راڳڻيءَ جو جنم مغليہ دور آهي. هي راڳڻي، پوريا ۽ پوربي جي ميلاپ مان ٺهي آهي. هن جو وادي سُر گنڌار آهي ۽ هن راڳ ۾ ٻئي ڏيوت (ڌا) ۽ (ڌي) ۽ ٻئي مڌم (ما) ۽ (مي) استعمال ۾ اچن ٿا. هن راڳڻيءَ جي آروهي: ني- را- گي- سا-ني-ڌي-ني- را-گي-ما-گي-مي-پا-ڌي-ني-سا، ۽ امروهي: سا-ني-ڌا-پا-ڌي-مي-گي-را-سا آهي.

**ساسولي**: ڪتاب 'ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا' ۾ خير محمد برڙو ڄاڻائي ٿو تہ، ساسولي، بزنجو/ بروهي قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. ڪوهستان ۾ رهندڙ سينهان ذات جي هڪ پاڙي جو نالو بہ 'ساسولي' آهي. ڪتاب 'بلوچ اور بلوچستان' (ص: 80) ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ، "محققن جي راءِ موجب 'ساسولي' هوت جي اولاد مان جت آهن."

جي. ايم. سيد، ڪتاب 'جنب گذاريم جن سين' (ص: 502) ۾ ڄاڻايو آهي تہ موسا، ساسولي ۽ سکونا، چام آري برفت (حملاڻيءَ) جو اولاد آهن. رئوف ساسولي، مشهور بلوچ سياستدان آهي.

**'ساغر' مولابخش**: شاعر مولابخش 'ساغر' ولد شاهہ محمد سانگي، پهرين جنوري 1924ع تي لاڙڪاڻي ضلعي جي ڳوٺ سڄڻ سانگيءَ ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم ڳوٺ جي اسڪول مان حاصل ڪئي ۽ ان کانپوءِ لاڙڪاڻي جي مدرسہ هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ ڪئي. سي اينڊ ايس ڪاليج شڪارپور مان 1944ع ۾ بي. اي ڪيائين. جنهن بعد ايل. ايل. بي جي ڊگري وٺي وڪالت شروع ڪيائين ۽ پوءِ بدين ضلعي ۾ سيشن جج مقرر ٿيو. شاعريءَ جو ذوق ڪيس ننڍپڻ کان ئي هو. شعر جي اصلاح ڊاڪٽر عطا محمد 'حامي' ۽ محمود 'خادم' کان ورتائين. 'ساغر' تخلص ڪتب آڻيندو هو. ڪجهه وقت 'سنڌ سڌار سوسائٽيءَ' جو سرگرم ڪارڪن بہ ٿي رهيو. مولابخش 'ساغر' جو پهريون شعري مجموعو 'دورِ ساغر' نالي سان 1974ع ۾ ۽ ٻيو نثري نظم جو ڪتاب 'سازِ زندگي' 1978ع ۾ شايع ٿيو.

**ساقي (رسالو)**: ورهاڱي کان اڳ 'ساقي' رسالو مشهور ڪهاڻيڪار ۽ اديب امر لعل هنگوراڻي ڪڍندو هو. هن رسالي ۾ سنڌس ۽ ٻين اديبن جون ڪهاڻيون ڇپبيون هيون. هن رسالي ۾ سنڌس مشهور ڪهاڻي 'ادو عبدالرحمان' بہ پيرا ڇپي هئي.

**'ساقي' سجاولي**: مشهور اديب، شاعر 'ساقي' سجاوليءَ جو اصل نالو غلام احمد ولد محمد عارب سجاولي آهي. هن 10 جنوري 1917ع تي سجاول پرسان هڪ ننڍي ڳوٺ ۾ جنم ورتو. شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۽ پوءِ سجاول مان حاصل ڪيائين. هي ابتدا ۾ داروغو، پوءِ ڪلارڪ ۽ ان بعد استادي پيشي سان وابستہ رهيو.

'ساقي' سجاوليءَ ننڍيءَ عمر ۾ لکڻ جي شروعات ڪئي. سنڌس پهرين ڪهاڻي "آهہ! غريبي تو مون کي تمنائن کان روڪيو". 1936ع ۾ 'الوحيد' اخبار ۾ شايع ٿي. ان کانسواءِ نئين زندگي ۽ ٻين رسالن ۾ بہ سنڌس افسانا ۽ انشائيہ شايع ٿيندا رهيا.

'ساقي' سجاوليءَ 1948ع ۾ گل حسن طاهراڻيءَ سان گڏجي 'اهل قلم' نالي هڪ رسالو ڪڍيو. هن کي صحافت سان بہ دلچسپي هئي. رسالو سنڌس ان شوق جي هڪ ڪڙي هئي، جنهن ۾ افسانا، شعر ۽ مضمون شايع ٿيندا هئا. ساقي سجاولي، اصلوڪين لکڻين سان گڏ ڪافي ترجما بہ ڪيا. هن خليل جبران جي مشهور ناول The Prophet جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. سجاول ۾ هن 'ساقي آرٽ سرڪل' قائم ڪري اسٽيج ناٽڪ جي ترقيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو. هن ڪجهه ناٽڪ بہ لکيا ۽ ڪن ۾ اداڪاري ڪئي. ٺٽي شهر ۾ 'ايوان ادب' ۽ ساڪري ۾ 'بزم ادب' تنظيمن جو بنياد بہ هن وڌو.

'ساقي' سجاولي بنيادي طور افسانہ نويس هو. سنڌس افسانن جا موضوع، محبت، غربت، محرومي ۽ هيٺين ڪلاس جا مسئلا هئا. سنڌس ڇپيل ڪتابن جو وچور هن ريت آهي:

(1) بيروزگاري، (2) پيغمبر، (3) محمد علي جناح، (4) جواهرلال نهرو، (5) ابراهيم ادهم، (6) ماهرو، (7) ڪافر، (8) انمول موتي، (9) شير شاهہ

جو انصاف، (10) قاضي جو انصاف، (11) قيدي، (12) نقلي پيغمبر، (13) موتي، (14) جهنم ۾ جڳهہ ناهي، (15) ڪافرستان، (16) يوسف زنده آباد، (17) پرده نشين ڏانهن، (18) محمود غزنوي، (19) اسلام خاطر، (20) انمول رتن، (21) ملان نصيرالدين ۽ هڪڙو بادشاهہ.

ساقي سجاولي، 16 سيپٽمبر 1960ع تي، ٻوڙاٽي بنگلي لڳ سجاول ۾ وفات ڪئي.

**ساقي، عبداللطيف:** پاڪستان جي مشهور فلمي اداڪار ساقيءَ جو اصل نالو عبداللطيف بلوچ هو. هن 2 اپريل 1925ع تي بغداد ۾ جنم ورتو، جتي سندس والدين رهائش پذير هئا. عبداللطيف ساقيءَ جو پاءُ عبدالڪريم بلوچ ۽ پائٽيو هارون رند، پاڪستان ٽيليويزن جا مشهور سنڌي پروڊيوسر ٿي گذريا آهن. عبدالڪريم بلوچ، پي. ٽي. وي جو ڊائريڪٽر جنرل بہ ٿيو. ساقي 1950ع ڌاري فلم 'التجا' سان پنهنجي فلمي سفر جي شروعات ڪئي ۽ مجموعي طور 484 فلمن ۾ ڪم ڪيائين، جن مان 6 سنڌي، 379 اردو، 78 پنجابي ۽ 21 فلمون پشتو جون هيون. ساقيءَ جي مشهور فلمن ۾ 'همراهي'، 'راز'، 'لڪپتي'، 'بيٽي'، 'آسرا'، 'مني پر چاول'، 'لاکون ۾ ايڪ'، 'محبت زندگي هي'، 'انصاف'، 'يوسف خان' ۽ 'شريف بانو' شامل آهن.



ساقيءَ ٽيليويزن جي مشهور ڊراما سيريلن: 'ديوارين'، 'جنگل' ۽ 'گردش' ۾ بہ اهم ڪردار ادا ڪيو هو. ساقيءَ جي آخري فلم 'دشمني' هئي، جيڪا سندس وفات کانپوءِ 1990ع ۾ رليز ٿي هئي.

سنڌ جي هن ناميارِي اداڪار، 22 ڊسمبر 1986ع تي لاهور ۾ وفات ڪئي ۽ ڪوٽڙي (ضلعي ڄامشوري) جي هڪ قبرستان ۾ مدفون آهي.

**ساقي هالائي:** ساقي هالائيءَ جو اصل نالو عبداللطيف ابڙو هو. هي لطف علي ابڙي جي گهر ۾، 20 جولاءِ 1932ع ڌاري هالا ۾ ڄائو. ڇهہ درجا انگريزيءَ تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ روزگار خاطر حڪمت جو ڌنڌو اختيار ڪيائين. ڪيس شعر سخن سان وڏي دلچسپي هوندي هئي. سندس شاعريءَ جا ٻہ مجموعا: (1) 'سرڪي' 1964ع ۽ (2) 'نينهن نشا' 1966ع قابل ذڪر آهن. ساقي هالائي، 20 فيبروري 1993ع تي وفات ڪئي.

**ساڪرو (ديهہ):** ضلعي دادوءَ جي تعلقي جوهيءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

دلاور جمالي، حاجي امام بخش جمالي، جمالي جا گهر، حامل شاهاڻي، هيبت شاهاڻي، اميد علي جمالي، ڪرم علي جمالي، ڪورو پنهور، چنڊياڻي، بجار پنهور، بورو پنهور، تڳيو جمالي، شفيع ٿلهو، پير لاکو، ساڪرو، رسلو بخش جمالي ۽ الهڏنو بوزدار.

**ساڪرُ** (Tamarix Galica): هي لئيءَ جي وڻ جا ڀوري رنگ جا داڻا آهن، جيڪي ٻن قسمن جا ٿيندا آهن، جن کي ننڍا ساڪرُ ۽ وڏا ساڪرُ سڏيو ويندو آهي. هي لئيءَ جي وڻ جو ٻج آهي، جيڪو ڀوري رنگ جو ٿيندو آهي. هن جا داڻا چڻن کان ڪجهہ وڏا ۽ ذائقي ۾ ڪسارا ٿيندا آهن.



حڪيمن موجب هي ٻج رت جي دستن کي بند ڪري ٿو. پيٽ جي سوري، باهہ ۽ پيشاب جي گهٽائي ۽ مثاني جي رطوبت کي خشڪ ڪري ٿو. هن جو ڪاڙهو بلغمي، تپ، کنگهہ، دمڪشي، جگر جي ڪمزوري ۽ اندرين پردن لاءِ مفيد آهي. هن کي سرڪي ۾ رڌي ٻرهل جي سوڄ تي لپري ڪري رکڻ سان فائدو ٿيندو آهي. هي ڏندن جي سور کي ختم ڪري ٿو. مهارن مان رت اچڻ کي روڪي ۽ انهن کي مضبوط ڪري ٿو.

**ساک:** لغت موجب 'ساک' لفظ جي معنيٰ 'قسمي ڳالهہ، سچائيءَ جي ثابتي يا اکين ڏٺي احوال جي گواهي' آهي. ويساهہ يا اعتبار کي سنڌيءَ ۾ 'ساک' چوندا آهن. جيڪڏهن ڪنهن تي ڪنهن جي قتل، چوريءَ، ڦر يا ٻئي ڪنهن ڏوهہ جو شڪ هوندو آهي، تہ دستور موجب شڪي جوابدار قرآن پاڪ تي هٿ رکي گواهن اڳيان پاڻ کي ڏوهہ کان آجو قرار ڏيارڻ لاءِ 'ساک' ڏيندو آهي. سنڌ ۾ قرآن شريف کي 'پلو سونهارو' چوندا آهن. عام طور چئبو آهي تہ فلاڻي ماڻهوءَ پلي سڳوري تي هٿ رکي ساک ڏني آهي تہ هن اهو ڏوهہ ناهي ڪيو. ساک وٺڻ جو هيو طريقو ڪن هنڌن تي وڏن الزامن هيٺ ٿيندڙ فيصلن ۾ اختيار ڪيو ويندو آهي، جنهن کي 'چرپيلي' چوندا آهن. هڪ ڊگهي ڪڏ يا چر کوٽي ان ۾ ٽانڊا وڏا ويندا آهن ۽ شڪي جوابدار پنهنجي بيگناهي ثابت ڪرڻ لاءِ ٽانڊن تان گذرندو آهي ۽ ٽانڊن تان اُڪرڻ بعد سندس پير ڊور جي رت سان پريل ٿانوَ ۾ وڌا ويندا آهن. جيڪڏهن سندس پيرن ۾ ڦلوڪٽا نہ ٿيا تہ ڪيس بيڏوهي سمجهيو ويندو آهي. هي جهنگلي دور جي وهمي قسم جي روايت آهي، جنهن تي ضعيف الاعتقاد ماڻهو ويساهہ ڪندا آهن.

هڪ روايت موجب باهہ تي ساک جو حوالو عمر مارئيءَ جي قصي ۾ بہ ملي ٿو جڏهن عمر، مارئيءَ جي عظمت آڏو جهڪي، ڪيس ڳوٺ ڇڏڻ ويو تہ مارئيءَ جي ڳوٺاڻن کي مارئيءَ جي حرمت جي يقين ڏيارڻ لاءِ هو باهہ مان گذريو هو ۽ مارئي ستي ثابت ٿي هئي.

**ساڪاٽي**: ’ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا‘ ۾ ’ساڪاٽين‘ کي چانڊيا قبيلي جو پاڙو ڄاڻايو ويو آهي، جڏهن ته ڊاڪٽر غلام حيدر هرڙي ساڪاٽين کي مگسي سڏيو آهي. ان جي تصديق هيٺيون چوڻيون ڪن ٿيون:

”چانڊيا چور، مگسي شاهد“ يا ”مگسي چور، ساڪاٽي شاهد“.

- جوکين جي ٽيپر شاخ ۾ به ’ساڪاٽي‘ آهن.

**ساڪاٽي، غلام محمد**: غلام رسول مهر پنهنجي تصنيف ’تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور‘ ۾ ڄاڻائي ٿو ته، ”ميان دين محمد جي قتل ڪانپوءِ گهڻي عرصي گذرڻ ڪانپوءِ آخر شهزادي مڙني اميرن، وزيرن ۽ مشيرن جي صلاح سان ميان يار محمد خان ڪلهوڙي جي نالي حڪومت جو پروانو موڪليو. هڪ روايت مطابق خواجه حسين خان، حڪومت جو پروانو ’خدايار خان‘ جو خطاب ڪٽي اچي ميان يار محمد خان سان مليو. ان ڪانسواءِ شهزادي، خانپور، مير امين الدين خان کي، شڪارپور دائودپوٽن کي ۽ سيوستان غلام محمد ساڪاٽيءَ جي حوالي ڪيا. غلام محمد ساڪاٽي حڪومتي ڪاروبار سهڻي نموني هلايو. هن جي دور ۾ قرلٽ ۽ قتل و غارتگري تمام گهٽ بلڪ اڳ جي مقابلي ۾ نه هئڻ جي برابر هئي. هي انتظامي حوالي سان تمام سخت ۽ ايماندار شخص هو. سيوستان (سيوهڻ) جو حڪومتي نظام غلام محمد ساڪاٽيءَ کي سنڀاليندي اڃا ڪجهه عرصو ئي ٿيو ته شهزادي طرفان هڪ فرمان ذريعي بکر ۽ سيوستان جا علائقا به ميان يار محمد جي حوالي ڪيا ويا، جنهن بعد غلام محمد ساڪاٽي سيوهڻ مان هليو ويو.“

**ساڪ پوٽا (اسحاق پوٽا)**: ساڪ پوٽا، سومرن جي نک موندرن جو هڪ پاڙو آهن. هي لسٻيلي ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا. ساڪ پوٽا، جوکين ۾ به آهن.

**ساگراٽي (ذات)**: سنڌ ۾ رهندڙ هڪ ذات، جيڪي درياهن ۽ سمنڊن جي رهائشي نسبت سان ذات جا ’ساگراٽي‘ سڏجن ٿا. انهن ڪانسواءِ هندن جي ڄاڃڙيا نک مان حيدرآباد جي مکين جي هڪ ڪٽنب جو نالو ساگراٽي آهي. هڪ روايت موجب ايوڌيا جي هڪ راجا جو نالو ’ساگر‘ هو، جنهن جي اولاد ۽ پوئلڳن به پاڻ کي ’ساگراٽي‘ سڏايو. هندن جي عقيدي موجب ساگر ست آهن: (1) لوڻ جو ساگر، (2) کير جو ساگر، (3) گيهه جو ساگر، (4) ڏهيءَ جو ساگر، (5) شراب جو ساگر، (6) ڪمند جي رس جو ساگر ۽ (7) ماکيءَ جو ساگر، جن جي پوڄا ڪرڻ وارن کي ’ساگراٽي‘ سڏين ٿا. ساگراٽين جا ڪجهه گهر حيدرآباد ۾ رهندا هئا.

ساگراٽي ذات جي ’ڄاڃڙي‘ نک وارا شڪارپور جا چينملاٽي چيا وڃن ٿا، جن جو وڏو ڏاڏو ديوان چينمل، ميرن جي صاحبيءَ ۾ شڪارپور جو گورنر هو. هن نک وارا پنجاب ۾ به هئا ۽ اروڙونسي سڏبا هئا. هي لهاڻا هئا، جيڪي سري رامچندر جي پٽ ’لو‘ جو اولاد ۽ مهاديو جا پوڄاري هئا. حيدرآباد جا چيلاٽي ۽ منگهوملاٽي به پنجاب ۾ رهندا هئا، جتان 1725ع ڌاري سنڌ ۾ آيا.

**ساگو داڻا** (Sago Palm/ *Metroxylon laevis*): ساگو وڻ جي رس مان اڃا سنها داڻا ٺهندا آهن، جيڪي پاڻيءَ يا کير ۾ رڌي رب ڪري



ڪارائڻ مريضن لاءِ سٺي غذا آهن. دماغ، جگر ۽ معدي کي طاقت ڏين ٿا، بدن کي ٿلهو ڪن ٿا. هي هاضمي لاءِ سنئون ڪر آهن. هنن کي ’صابو داڻا‘ به چئبو آهي.

**ساڳ**[1]: سرنهن جي ٻوٽي جي پنن کي ’ساڳ‘ چئبو آهي. سرنهن جي ٻوٽي جو قد 3 کان 4 فوٽ ٿئي ٿو. جنهن جو ڳنر ٿلهو ۽ لسو ٿيندو آهي،



ان تي اڇي رنگ جو تهه چڙهيل هوندو آهي. هن جو پن ويڪرو ۽ ڏاتي وانگر ڇيريل هوندو آهي. ساڳ کي سياري جي موسم ۾ سائي ڀاڄيءَ طور استعمال ڪبو آهي. ساڳ سڄيءَ سنڌ ۾ وڏي شوق سان کاڌو ويندو آهي. ساڳ کي خاص طور چانورن ۽ جوئر جي مانيءَ سان کائڻ پسند ڪيو ويندو آهي. اُن ڪانسواءِ ساڳ کي ٻهه، مڇي، ڪڪڙ ۽ پٽاٽن سان گڏ به رڌو ويندو آهي. سنڌ جي ڳوٺن ۾ اُبريل ساڳ ۾ مکڻ ملائي به کائيندا آهن.

**ساڳ**[2] **(وڻ)**: هن وڻ جا پن پپڻ جي پن وانگر ٿين ٿا. حڪيمن جو چوڻ آهي ته هن جي ڪانيءَ جو ٻورو ڪاڙهي پياربو ته صفراوي دستن، معدي جي سوزش، جگر جي گرمي ۽ گهڻي اڃ کي لاهيندو. بلغمي ۽ سوداوي خلطن کي پچائي ٻاهر ڪڍندو.

**ساڳوان**: هي هڪ قيمتي وڻ آهي، جنهن کي اردوءَ ۾ ساگوان، سنڌيءَ ۾ ’ساڳوان‘، انگريزي ۾ Teak ۽ لاطيني ۾ Tectoma grandis چيو ويندو آهي. هن وڻ جو ڪاٺ اعليٰ قسم جي فرنيچر ۾ استعمال ٿئي ٿو. هن وڻ جو وطن هندستان، ملائيشيا، برما ۽ ٿائيلينڊ آهي، جتي گرميءَ جو وڌيل پد ۽ بارش جو گهڻو مقدار آهي. سنڌ ۾ پراڻن گهرن جي اڏاوت ساڳوان جي ڪاٺ مان ڪئي ويندي هئي، جن ۾ در، دريون، داسا،

ڪامون ۽ ڪپڙ شامل آهن. چتين ۾ ساڳوان جون ڪامون مضبوطيءَ جي ڪري استعمال ٿينديون هيون. اڄ بہ شڪارپور، سکر، روهڙي ۽ حيدرآباد جي پراڻن گهرن ۾ ان جو استعمال نظر ايندو. ساڳوان جي ڇوڏي



مان هڪ پيلو روغن نڪري ٿو، جيڪو چمڙي ۽ ڪارن جي رنگ طور استعمال ٿئي ٿو. هن جي ڪاٺ جي مضبوطيءَ جي ڪري هن کي عام طور 'پڪو' چيو ويندو آهي، جنهن کي اڏوهي نہ لڳندي آهي.

**سال** (Year): وقت کي ڏينهن، هفتن، مهينن ۽ سالن ۾ ورهايو ويندو آهي. ڪئلنڊر جي جوڙجڪ جو بنياد زمين جي گردش ۽ سج ۽ چنڊ جي باقاعدي ظاهر ٿيڻ تي آهي. زميني گولو هڪ ڏينهن ۾ هڪ ڀيرو پنهنجي محور تي گهمي ٿو. سج جي چؤ ڦير زميني گولي جي هڪ چڪر مڪمل ٿيڻ جو عرصو هڪ سال آهي. شمسي سال 365 ڏينهن، 5 ڪلاڪن، 48 منٽن ۽ 45.5 سيڪنڊن جو ٿيندو آهي. قديم زماني ۾ ٻن چنڊن جي وچ واري عرصي کي مهينو سمجهندا هئا، يعني اٽڪل 29.5 ڏينهن وارو عرصو. هيءَ ماپ قمري سال سڏجڻ لڳي، جيڪو 354 ڏينهن جو ٿئي ٿو يعني شمسي سال کان 11 ڏينهن ننڍو ٿيندو آهي. سنڌيءَ ۾ سال کي 'ورهيہ' بہ چيو ويندو آهي.

**سالار** (ديهہ): تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ 'ملگزار معرفاڻي' نالي سان آهي.

**سالاراڻي** (ذات): بجاراڻي، مري بلوچن، لاشارين، جماري، ڪرمتين ۽ جتن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. ونهير فقير سالاراڻي جت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي قرب وارو هو.

**سالار جانوري** (ديهہ): هي تعلقي رتيديري ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سالار ڀٽو، رزاق ڏنوجيهو، فتح محمد ڀٽو ۽ ڇوهاڻ.

**سالارو**[1] (ديهہ): تعلقي هالا جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ ڪو بہ ڳوٺ شامل نہ آهي.

**سالارو وڻ**: هي وڻ گل خيري جي وڻ جيڏو ٿيندو آهي، اڪثر پاڻيءَ وارن علائقن ۾ فصلن سان گڏ پيدا ٿيندو آهي. هن جو ٻج ڪاري رنگ تي ڇپترو ۽ چمڪدار ٿئي ٿو حڪيمن موجب هن جا پن گهوٽي پيارڻ سان پراڻي تپ کي روڪن ٿا ۽ پيشاب جاري ڪن ٿا. هن جي پنن جي ليپري سخت سوڄ کي نرم ڪري ڦاڙي ٿي. هن جو ٻج بواسير جي رت کي بند ڪري ٿو، بادفرنگ ۽ ٽڪيءَ جي مريضن لاءِ مفيد آهي.

**سالاري** (ديهہ): تعلقي خيرپور ناٿن شاهہ، ضلعي دادوءَ ۾ سالاري نالي سان چار ديهون آهن: سالاري-1، سالاري-2، سالاري-3 ۽ سالاري-4، جن مان ٽن ديهن ۾ ڪو بہ ڳوٺ نہ آهي، جڏهن تہ سالاري-4 ديهہ ۾ هڪ ڳوٺ 'ڪوهہ فتح' موجود آهي.

**سالٽ رينج**: ارضيات (geology) ۽ پيلينٽيالاجي (ٻوٽن ۽ جانورن جي پٿر پٿرن) جو هڪ اهڙو بي مثال ۽ سڄيءَ دنيا ۾ شاندار پراچين ماڳ جيڪو اتر پنجاب ۾ سنڌو ۽ جهلم درياهن جي وچ ۾، ٽڪرين ۽ ننڍن جبلن جي هڪ اهڙي سلسلي جي صورت ۾ موجود آهي، جتي دنيا جون وڏ ۾ وڏ مالامال لوڻ کاڻيون موجود آهن. ان علائقي کي سالٽ رينج (Salt Range) سڏجي ٿو. اهو ماڳ پريڪيمبرين (4500 کان 5300 ملين سال واري (precambrian) دور سان واسطو رکي ٿو. ٿولهہ ۾ 1600 فوٽن کان بہ سرس آهي.



پاڪستان جي سالٽ رينج جو هڪ ڏيک

هيءَ سالٽ رينج اوڀر کان اولهہ ۾ اٽڪل 300 ڪ.م ڊگهي تہ وچ ۽ ايرندڙن حصن ۾ 8 کان 31 ڪ.م ويڪري آهي. هن ماڳ جي سراسري اوچائي 2200 فوٽ ۽ سڀ کان مٿاهون هنڌ ساڪيسر (Sakesar) جبل آهي، جيڪو 4992 فوٽ بلند آهي. سالٽ رينج ۾ لوڻ جي ذخيرن کانسواءِ جيڪو قديم زمانن کان وٺي کوٽيو ويندو رهيو آهي، منجهس ڪوئلي ۽ جپسم سميت ٻي بہ ڪيتري ئي معدنيات موجود آهي.

هن علائقي جي زمين هيٺانهن جبلن جي ڏيک ڏئي ٿي، جنهن جو مٽيون تهہ ڪاٽ سبب ختم ٿي ويو آهي. راولپنڊيءَ جي ڏکڻ اولهہ ۾ ڏاڪٽو هيٺ مٿاهون حصو پوٺوهار پوٺو (Potwar Plateau) جوڙي ٿو، جنهن جي ٻن بيدولن ڊگهن اپارن کي هڪ ڊگهي ماٿري الڳ ڪري ٿي.

ان جي اترئين اڀار جي سراسري اوچائي 2300 فوٽن کان 2600 فوٽن تائين ۽ ڏاکڻا اڀار گهڻا لهوارا آهن. الهندي ۽ اڀرندي ۾ هيءَ رينج الڳ الڳ جابلو سلسلو جوڙي ٿي. ساڪيسر جي الهندي وارو سلسلو اتر اولهه ۾ هيٺ مٿاهون ٿي هيناهين سڌي رينج جوڙي ٿو. ڪالاباغ وٽ سنڌو درياهه اهڙين رينجن کي چيريندو، انهن ٽڪرين مان گجندو وهندو وڃي ٿو. هن سالٽ رينج جون چوٽيون وريل ٽاڪريون ۽ پوٺي جهڙيون آهن. الهندي ۾ ساڪيسر بلند ترين چوٽيون آهن ۽ اوڀر ۾ جابلو جهڳٽو (Massif) چيل (Chel) 3700 فوٽن جي بلندي تي آهي. جڏهن ته اترين لهواري هنڌ تي اونهيون ٻَنڏُن (Ravines) جو هڪ سرشتو به وجود ۾ آيو آهي.

سالٽ رينج جي آبهوا، اونهاري ۾ گهڻي گرم، سياري ۾ سرد ۽ گهٽ مينهن وسائيندڙ ۽ خشڪ آهي، جيڪا گرم ترين ٿي وڃي ٿي. سال جي سيني مندن ۾ گرم هوا گهلندي رهي ٿي سواءِ سياري جي سرد مهينن جي، جڏهن قطبن جي تڏي هوا وڏي دباءَ (طوفانن) سان لڳي ٿي، تڏهن موسم ٿڌي ۽ گهميل رهي ٿي. اونهاري جو وسڪارو خط استوائي، گهميل ڏکڻ الهندي (انڊين) جي چوماسي سان لاڳاپيل، الهندي پنجاب جي سرحدن تائين اچي ٽوڙ ڪري ۽ جججهو وسڪارو ڪري ٿو. هتي ناقص زمين ۽ آبپاشيءَ جي پاڻي نه هجڻ سبب زراعت محدود ٿئي ٿي. لهوارن هنڌن جي ننڍن ٽڪرن ۽ ڊگهين ماٿرين جي هيٺ مٿاهين کي سڌو ڪري ڊنڊن ۽ چشمن جو پاڻي آبپاشيءَ طور استعمال ڪيو وڃي ٿو.

سالٽ رينج جي نباتات ۾ آفريڪي، عربي ۽ ميڊيٽرين عنصر (Elements) موجود آهن. قدرتي ساوڪ جي ناس ٿيڻ کان اڳ ڏاکڻو حصو زيرو فائيٽ جي سنهن ٻيلن سان ڍڪيل ۽ اترئين حصي ۾ مکيه طور گاهير پٽ (Savannas) هوندا هئا. هن وقت ڏکڻ اوڀر ۾ هڪ ڇڊو ٻيلو موجود آهي، جنهن ۾ ٻٻر (Acacia)، ديال (Pine)، جهنگلي زيتون (Wild Olive) ۽ ٻين قسمن جا وڻ ٿين ٿا. جڏهن ته ڊوڊڪ (Spurse) ۽ ڪانڊيري (Camel Thorn) سميت سنها ۽ ڇڊا جهنگ (Scrubs ۽ Brushwood) ٿين ٿا. سالٽ رينج جي ڏاکڻي لهواري حصي کيوڙا (Khevra)، وارڇا (Warchha) ۽ ڪالاباغ (Kalabagh) ۾ پاڪستان جي جابلو لوڻ جا وڏي ۾ وڏا ذخيرا موجود آهن. جڏهن ته ڊنڊوٽ (Dandot)، پِڊ (Pidh) ۽ مڪڙوال خيلجي (Makarwal Khelji) ۾ ڪوئلي جا ڀنڊار موجود آهن. سالٽ رينج جي الهندي حصي ۾ چُن جي پٿر (Limestone) ۽ واريا سي پٿر (Sandstone) جي ذخيري سان گڏ پيٽروليم به موجود آهي. اڀرندي حصي ۾ جتي لوڻ کاڻيون موجود آهن. بٽومينس شيل (Bituminous shales) ۽ ڊولومائيٽ (Dolomite) به ليي ٿو ته باڪسائيٽ (Bauxite) جا به ڪيترائي تهه آهن. سلي معيار جو جپسم ۽ اينهائيڊريٽ (Anhydrate) جيڪو چن جي هڪ اهم معدنيات آهي، جلال پور ويجهو ليي ٿو اقتصادي لحاظ کان لوڻ ۽ ڪوئلي جي کاڻين سميت چن جون کاڻيون وڏي اهميت واريون آهن. سالٽ رينج سان جيڪڏهن ڪا آبادي لاڳاپيل آهي ته اها جهلم شهر جي آهي. جڏهن ته سالٽ رينج جي آسپاس جا ڪيترا ڳوٺاڻا لوڻ ۽ پٿر جي کاڻين ۾ ڪم ڪن ٿا.

هن علائقي ۾ مختلف قبيلن جا ماڻهو رهن ٿا ۽ گهڻي ڀاڱي لکاردا (Lakharda) ٻولي ڳالهائين ٿا. هنن وادين ۾ ٿوري گهڻي زراعت ٿئي ٿي ته ٽاڪرو سٽن ٽڪرن تي مال به پاليو وڃي ٿو. هتان جي ماڻهن جو مکيه روزگار لوڻ کاڻين ۾ ڪم ڪرڻ آهي.

سالٽ رينج، هزارين سال اوائلي ثقافت ۽ قديم آثارن جي حوالي سان وڏي شهرت ۽ اهميت رکي ٿو. جنهن جو اندازو تاريخ جي آڳاٽي وقت جي جانورن جي باقيات مان لڳائي سگهجي ٿو. جيڪي ڪيترن پراڻن هنڌن تي ٽڙيل پکڙيل آهن. جن جي ماهر عمر هزارين سال آڳاٽي بلوچستان جي مهرڳڙهه مان لڌل هڏن جيتري ٻڌائين ٿا. قديم آثارن جي کاتي مطابق سالٽ رينج مان لڌل مورتين جي تاريخ 6 کان 7 صديون پراڻي آهي. هي ماڳ مندرن سان به ڀريل آهي، جن ۾ سيني کان وڏيڪ مشهور مندر، ڪٽاس راڄ (Katas Raj) چڪوال کان 25 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي واقع آهي. هن مندر سان هندن جون ڪيتريون پوتر ڳالهيون شِوَ (Shiva) سان لاڳاپيل آهن.

هن مندر جي ياترا ڪرڻ لاءِ هر سال ڪيترا هندو ڀارت کان به اچن ٿا ۽ ڪٽاس راڄ جي چوڌاري ٺهيل پوتر حوض ۾ سنان ڪن ٿا. هتي به اهڙا مندر آهن، جيڪي خسته حالت ۾ آهن. جن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اهي هندو شاهي دور (Hindushahiya, 650-950 AD) سان واسطو رکندڙ آهن. مندرن تي تمام سهڻي چٽسالي ٿيل آهي، جنهنڪري عمارتسازيءَ جي حوالي سان بهترين سمجهيا وڃن ٿا.

سالٽ رينج مان تاريخ جي اڳ واري دؤر جون به ڪيتريون ڪارائتيون شيون لڌيون آهن. اتان ملندڙ پنڊ پهڻن بابت ڪن ماهرن جو ويچار آهي ته اهي 6000 کان 7000 ق. م جا چيا وڃن ٿا. آڳاٽي دؤر جي هاٿانگ (Mamnoth) ۽ ڊائنو سارس (Dinosaurs) جهڙن جانورن جي ٽنگن ۽ ڪرنگهن سان مشابهت رکندڙ هڏا به ڪن ماڳن مان جهجهي انگ ۾ مليا آهن.

سالٽ رينج ۾ هيناهن جبلن جي هڪ اهڙي سڄي رينج به موجود آهي، جيڪا مڪمل طور پنڊ پهڻ ٿيل محسوس ٿئي ٿي جنهن کي ڏسڻ سان مختلف قسم جي ڪيترن جانورن ۽ ٻوٽن جا تهن مٿان تهه نظر اچن ٿا.

هتان تاريخ کان آڳاٽي دؤر جا هٿيار، جهڙوڪ: گرينائيٽ جون ٺهيل ڪهاڙيون ۽ ڪپ، ٺڪر جا ڪنگڻ ۽ ٽامو به لڌا ويا آهن. ٽامو هڙيا مان لڌل ٽامي سان مشابهت رکندڙ آهن. جن جي ماهر اڃا تائين عمر ڪٿي نه سگهيا آهن. آثار قديمه جي لحاظ کان سالٽ رينج ۾ اڃا تائين وسيع خزانا دفن ٿيل آهن.

**سالڪ جو سفر** (ڪتاب): هي ڪتاب يورپ جي ناميـاري مصنف جان بنين (John Bunyan) جي ڪتاب، Pilgrim's Progress جو ترجمو آهي، جيڪو پرڀداس ڀيرو مل آڏواڻيءَ ڪيو آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو، 1943ع ۾، موهن جي شهاڻي ايجوڪيشنل پبليڪيشن ڪمپنيءَ پاران ڇاپيو ويو هو. جان بنين جو هيءُ ڪتاب انگريزيءَ ۾ پهريون ڀيرو 1678ع ۾ ڇپيو هو. پرڀداس آڏواڻيءَ، ڪتاب جي يارهين ڇاپي جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. ليکڪ ڪتاب عيسائي مذهب جي نقطهِ نگاهه کان لکيو هو. پر هن ڪتاب ۾ ڪنهن به خاص مذهب جو پرچار ڪرڻو نه هو ۽ نه ڪو فرقيوار رنگ ڏيڻو هو، ان ڪري مترجم مناسب هنڌن تي ڦيرڦار ڪئي آهي ۽ ڪيترن هنڌن تي پنهنجي پيءُ ۽ نامور عالم ڀيرو مل آڏواڻيءَ جي صلاح سان شاهه، سچل، سامي ۽ ٻين جي ڪلام مان ڪجهه بيت وڌا آهن. جنهنڪري ڪتاب جو رنگ ۽ ڍنگ نرالو ٿي پيو آهي. ڪتاب ۾ اصل ليکڪ جا خيال منڍ کان آخر تائين ساڳيا رکيا ويا آهن. ڪتاب ۾ روحاني سفر جو ذڪر آهي، جنهن ۾ اهو تمثيلي نموني ڄاڻايل آهي ته سالڪ کي ٻن قسمن جي مصيبتن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو: هڪڙيون بيروني ۽ ٻيون اندروني. بيروني مصيبتون آهن دنيوي تعلقات ۽ دنيوي ڳالهين بابت خفا، ۽ اندروني مصيبتون آهن: نفس ۽ نفساني وسوسا. اهي ٻئي کيس پريائي ۽ ڀٽڪائي، حق جي راهه کان گمراهه ڪن ٿا، جنهنڪري کيس ڪنهن ڪامل مرشد جي ضرورت پوي ٿي. ان جي هدايت سان هو شريعت جي راهه لنگهي طريقت جي تڙ تي پُڄي ٿو ۽ پوءِ مرشد جي فيض نظر سان هو معرفت جو دڳ وٺي ٿو، جتي سالڪ اندروني ۽ بيروني آفتن کان آجو ٿي، ٻيائيءَ جا ٻنڌڻ ٽوڙي ٿو ۽ حق سان ملي هڪ ٿئي ٿو.




ڊيمي سائيز جي 172 صفحن واري پڪي جلد واري هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري، فيبروري 2012ع ۾ ڇاپيو آهي ۽ ان جي قيمت 180 روپيا آهي.

**سالگرام**: 'سالگرام' بلوري پٿر جو هڪ قسم آهي، جنهن کي هندو ڌرم کي مڃيندڙ وشنو اوتار جو روپ سمجهي پوڄيندا آهن.

**سالورو**[2]: 'سالورو' ڏيڏر کي چيو ويندو آهي. قاضي قادن جي ڪن بيتن ۾ 'سالورو' لفظ 'ڏيڏر' جي معنيٰ ۾ ڪم آندو ويو آهي:

سر ساڳيئي وسن، جر ۾ نينهن نه ڳڏيو،
سَڌ نه سالورن، مٿي ڪنول ڦُلاريو!

-

جي سالورو سَڌ لهي، ڪنولان سندي ڪاءِ،
ته پيو پاتال ۾، هوند نه مٿي ڪاءِ.

**ساليو** (ديهه): تعلقي ڪوٽڙيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ 'سوڍو خان' ۽ 'ڳوٺ ساليو' نالي ٻه ڳوٺ شامل آهن.

**سام**: 'سام' سنڌي ٻوليءَ جو لفظ آهي، پر ڪن ٻوليءَ جي ماهرن 'سام' لفظ سنسڪرت زبان جي 'شرام' مان نڪتل ڄاڻايو آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي: "اجهو، امان، پناهه، جهولي يا ذمو". عام طرح اڙ، اوٽ، بچاءُ، پنارو، حفاظت، دامن، رکيا، سهارو، لڄ ۽ واهر به هن لفظ جي مفهوم ۾ شامل آهن. امان ۾ رکڻ، حفاظت ۾ ڏيڻ، سپرد ڪرڻ يا نگهبانيءَ ۾ ڏيڻ عام اصطلاح آهن. سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترا مشهور محاورا 'سام' لفظ سان لاڳاپيل آهن، جيئن 'سام پرتڻ' (ڪنهن ماڻهوءَ کي ٻئي جي حفاظت ۾ ڏيڻ)، 'سام پوڻ'، (ڪنهن جي اجهي هيٺ اچڻ)، 'سام جهلڻ'، (ڪنهن کي پناهه ڏيڻ)، 'سام ڏيڻ'، (ڪنهن کي پنهنجي پاڇي ۾ رکڻ)، 'سام کڻڻ'، (ڪنهن کي پناري جهلڻ يا پنهنجي ذمي امانت طور رکڻ).

مرد ۽ عورت هڪ ئي سماج جا ٻه فرد آهن ۽ سماج جو دارومدار ٻنهي تي محور جيان گردش ڪندي نظر اچي ٿو. مرد اسان جي سماج ۾ طاقتور رهيو آهي، سندس اورچائي، بهادري، ذميواري ۽ شجاعت هر دور ۾ مڃي وئي آهي، پر عورت کي ڪمزور سمجهيو ويو آهي، ان ڪري کيس تاريخ جي هر دور ۾ هيسايو ويو آهي. تاريخ جا ورق ورائبا ته هر دور ۾ عورت جي مختلف طريقن سان تذليل ڪئي وئي آهي. مختلف حوالن سان جنگين جهيڙن ۾ عورت جي عصمت ۽ عزت سان کيڏيو ويو آهي. جنگين ۾ قبايل مفتوح قومن جي عورتن کي ڪنيزون يا ٻانهيون بنائي بي عزت ڪيو ويندو هو يا انهن سان شاديون ڪيون وينديون هيون.

تاريخ اهڙن واقعن سان ڀري پئي آهي. سنڌ ۾ به اهڙا واقعا رونما پئي ٿيا آهن، پر سنڌ ايامن کان آئي جي آدرياءُ ڪرڻ، ستايل جي سار لهڻ ۽ مهمانوازيءَ جهڙين انمول خوبين سان سرشار رهي آهي. سنڌ ۾ سام جهليندڙ سخي سردارن جي کوٽ نه رهي آهي، در آئي کي دان ڏيڻ سنڌي سورمن جو وڙ رهيو آهي. دنيا جي ٻين تهذيبن ۾ 'سام جهلڻ'، 'سام ڏيڻ'، 'سام رکڻ' يا 'سام وٺڻ' جا گهٽ مثال ملن ٿا. سام، سنڌ ڌرتيءَ جو اخلاقي ۽ انساني قدر (Value) رهيو آهي. سام، سنڌ جو مثالي گڻ ۽ سنڌ جو ثقافتي ورثو رهي آهي.

سامون اهي جهليندا آهن، جيڪي با ڪردار ۽ عزتدار هوندا آهن ۽ ٻين جو احترام ڪرڻ ڄاڻيندا آهن.

سنڌ جي رزميه داستانن مان معلوم ٿئي ٿو ته جڏهن جوڌا جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ويندا هئا ته پنهنجون ونيون، ڪن عزت دار ۽ ناموس وارن شخصن وٽ 'سام' يا امانت طور ڇڏي ويندا هئا ۽ اُهي ننگن جي حفاظت ڪندي، ڪڏهن ڪڏهن سر به ڏئي ڇڏيندا هئا.

'اهي ڀي انسان، جي ننگن تان نثار ٿيا.' (سچل)

دودي چنيسر جو عوامي قصو سنڌ جي تاريخ ۾ وڏي اهميت رکي ٿو. هي قصو سنڌ جي تهذيبي تشخص جي علامت آهي. روايت آهي ته علاوالدين خلجيءَ، سومرن حاڪمن جي گهرو اٿبٽت جو فائدو وٺي،

دودي سومري سان جنگ جوٽي. جنگ دوران دودي پنهنجون سومريون عورتون درباري شاعر ۽ صلاحڪار ياڳويان هٿان سمي سردار ’جام ابڙي‘ ڏانهن سام ڪري موڪليون. هي واقعو 727هه/1329ع جو آهي. جام ابڙو ڪنهن وقت ۾ پونگر سومري جو پڳ مٽ يار هو. ان اخلاقي ذميواريءَ کي نڀائڻ لاءِ ڀرپور سهڪار ڪيو.

علاؤالدين، دودي جي شهادت بعد جام ابڙي ڏانهن قاصد موڪلي، ٻاگهي سومري ۽ ٻين سومرين جي ٻانهن گهري، پر جام ابڙي جهڙو اعليٰ ظرف انسان علاوالدين جي ڪنهن به لالچ ۾ نه آيو ۽ سامن ڏيڻ بدران ساڻس جنگ جوٽيائين ۽ سامن مٿان سر ڏئي ڇڏيائين.

شاهه عبدللطيف ڀٽائيءَ به هن تاريخي شخصيت کي پنهنجي شاعريءَ ۾ امر بڻائي ڇڏيو آهي:

سَرٽين جي سک لئہ، سام ڪنئين سردار،
جي آيون ابڙي آڏار، سي سُنگ نہ ڏينديون سومريون.

جام ابڙي ڪانسواءِ هاسي سوڍي، ممڻ ابڙي، ڄاڙيجن سردارن ۽ ٻين ڪيترن سامن جي حفاظت ۾ پنهنجا سر قربان ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. اڄ به سنڌ جا ماڻهو ’سام‘ کي پنهنجي لڄ ۽ ننگ جيان سمجهندا آهن.

**سامارو ڍنڍ:** هيءَ تاريخي ڍنڍ تعلقي ساماري، ضلعي عمرڪوٽ ۾ هئي، جنهن جا آثار اڄ به باقي آهن. هيءَ ڍنڍ قديم دور ۾ تمام گهڻو مشهور هئي، جنهن ۾ شڪار عام ٿيندو هو. ان وقت جا امير شڪار ۽ تفريح لاءِ هن ڍنڍ جو رخ ڪندا هئا. مغل بادشاهه بابر جو پٽ همايون لشڪر سميت جڏهن شير شاهه کان ڀڄي عمرڪوٽ پهتو هو، تڏهن پنهنجيءَ زال حميده بانوءَ کي عمرڪوٽ جي محل ۾ ڇڏي، ٺٽي ۽ بکر تي ڪاهه ڪرڻ جي مقصد سان لشڪرونئي رستي سان گذرندي هن ڍنڍ تي ترسيو هو. پويان عمرڪوٽ ۾ سندس زال کي، 15 آڪٽوبر 1542ع تي اڪبر بادشاهه ڄائو، جنهن جو اطلاع کيس هن ڍنڍ تي مليو هو. همايون هن ڍنڍ تي پٽ ڄمڻ جي خوشي ملهائي هئي. هن وقت سموري ڍنڍ واري ايراضي زرعي آباديءَ هيٺ آهي.

**ساماڻو** (ديهه): تعلقي ڪشمور، ضلعي ڪنڌڪوٽ-ڪشمور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

فتوحل جکراڻي، جمال خان ڊومڪي، جلال خالدي، ستارآباد، نيو بخشاپور، وليو جکراڻي، حاجي خان ڊومڪي، خير محمد گولو، ارسو جکراڻي، حاجي جهندو، شهاب الدين جکراڻي، حاجي قمرالدين، نورالدين، محمد صديق ٽانوري، عبدالحسين ڊومڪي ۽ اميرالدين ڊومڪي.

**سامتاڻي، گُنو:** سنڌ ۽ هند جي نامور اديب گُني سامتاڻيءَ، 1934ع ڌاري حيدرآباد ۾ جنم ورتو، پر جلد ئي ورهاڱي سبب، 13 سالن جي عمر ۾ کيس پنهنجي ڌرتيءَ کي ڇڏي، هندستان جي شهر بمبئيءَ ۾ رهائش پذير ٿيڻو پيو. هي اڳتي هلي ممبئيءَ جهڙي اهم شهر ۾ ايڊيشنل چيف سيڪريٽريءَ جي وڏي عهدي تائين پهتو.



گني پسند جي شادي ڪئي، پر اولاد ڪو نه ٿيس. هڪ پٽ گود ورتائين، جنهن کي نپائي، پڙهائي، اعليٰ عهدي تي پهچايائين. گني سامتاڻي، هند جي سنڌي اديبن ۾ وڏو نالو ڪڍيو. کيس مقامي هندي ادب سان گڏ انگريزي ادب جو وسيع مطالعو هو. هو سنڌيءَ جو ٽرينڊ سيٽر ڪهاڻيڪار هو. گني سامتاڻي، لعل پشپ ۽ موهن ڪلپنا جي ادبي ٽمورتي مشهور رهي آهي. گني جون ڪهاڻيون هندستان جي ڪيترين ٻولين ۾ به ترجمو ٿيون آهن. سندس پهرئين ڪتاب ’اپراجتا‘ جو پهريون ڇاپو، هڪ مهيني ۾ وڪرو ٿي ويو. هيءَ ڪتاب مشهور اديب، موهن ڪلپنا ڇپايو هو.

گني سامتاڻيءَ تمام ٿورو لکيو، پر ايترو مطالعي وارو هو. جو همعصر سندس تنقيد ۽ تبصري کي وڏي اهميت ڏيندا هئا. گني سامتاڻيءَ جيتوڻيڪ يورپي ادب جو وسيع مطالعو ڪيو، پر هن جي ڪهاڻين تي بنگالي افسانوي ادب جو اثر هو. سندس زندگيءَ ۾ به شخصي حوالا نهايت اهم آهن. هڪ سندس ذهانت ۽ ٻي نفاست. هندستان جي نامور اديب لعل پشپ لکيو آهي ته، ”گُني سامتاڻيءَ جا پير ڪير سان ڌوتل محسوس ٿيندا آهن“.

گُني سامتاڻيءَ جا ٽي ڪتاب سندس زندگيءَ ۾ ڇپيا:

(1) اپراجتا، (2) ايمان ۽ (3) واپسي (ناول). انهن ڪتابن جي بنياد تي هن جو قد جديد سنڌي ادب ۾ تمام مٿانهون ٿيو. سندس اثر هيٺ وڏو ادبي حلقو پيدا ٿيو، جن ۾ پرم ابيچنداڻي، هريش واسواڻي، هيرو شيوڪاڻي، آنند کيماڻي، شيام جئسنگهاڻي، وشنو ڀاٽيا ۽ نامديو تاراچنداڻي اچي وڃن ٿا. گنو سامتاڻي ورهاڱي ۾ وطن کان وڇڙڻ جي ڪري نهايت تلخ رهيو. ان ڪري ئي سندس سنڌ جي تمام ٿورن اديبن سان دوستي ۽ لکپڙهه رهي. مدد علي سنڌيءَ جي ڪتاب ’دل اندر درياهه‘ ۾ سندس هڪ خط ڇپيل آهي. گُنو سامتاڻي هندستان ۾ جديد سنڌي ڪهاڻيءَ جو باني هو. سنڌي ٻوليءَ جي هن نامور ڪهاڻيڪار، 16 آگسٽ 1997ع تي وفات ڪئي.

**سامتاڻي، نارائڻ هيمن داس:** سنڌي، سنسڪرت ۽ پالي ٻولين جي وڏي عالم ۽ ’ٻوڌي تعليمات‘ جي بين الاقوامي محقق ۽ ماهر، ڊاڪٽر نارائڻ سامتاڻيءَ جو جنم، 10 جون 1924ع ۾، جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ هيمنداس عالمچند سامتاڻيءَ جي گهر ۾ ٿيو. نارائڻ اڃا ننڍڙو ئي هو ته سندس ماءُ وفات ڪري وئي، جنهنڪري سندس سنڀال ۽ پڙهائيءَ جو بندوبست سندس پيءُ ئي ڪيو. سندس والد ويدانتي



ويچارن جو حامي ۽ ڌرمي سڀاءُ رکندڙ هو ۽ هميشہ ساڌو سنتن جي صحبت ۾ رهندو هو. هن سکر، روهڙي ۽ ڪراچيءَ ۾ ريلوي ۾ ملازمت پڻ ڪئي. نارائڻ سامتاڻيءَ تي پيءُ جي ويدانتي ۽ صوفي ويچارن جو وڏو اثر پيو ۽ پيءُ سان گڏجي سنتن جي سيوا ڪندو رهندو هو. هو ننڍي هوندي ڄوهيءَ جي سوامي ڀڳت رام جي ٽِڪاڻي ۾ ايڪانت ۾ ويهي سوچيندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪجهہ پڙهندو بہ هو. ان ڪري 'پڙهڻ، ڌيان ۽ ايڪانت'، جن جي ٻڌ ڌرم ۾ وڏي اهميت آهي، تن جا سنسڪار هن ۾ ننڍي هوندي ئي پيدا ٿيا هئا. اڄ بہ ڌيان، پڙهڻ ۽ ايڪانت هن جي جيون جو حصو آهن.

جڏهن نارائڻ ننڍي هوندي دادوءَ جي اسڪول ۾ پڙهندو هو تہ سندس پيءُ هڪ بنگالي سنت شانتي ناٿ کي سنڌ ۾ اچي سنڌوءَ ڪناري ايڪانت ۾ ويهي ڪتاب لکڻ جي ڪوٺ ڏني هئي ۽ پاڻ ساڌوءَ سان گڏ ڳوٺ ڏيپارجا (موجوده ضلعي نوشهري فيروز) لڳ درياهہ ڪناري چار جهوپڙيون اڏي وجي ويٺو هو. هن بنگالي سنت جو انگريزيءَ ۾ لکيل ڌرم ۽ درشن تي ڪتاب اڳتي هلي ڪافي مشهور ٿيو. نارائڻ بہ پيءُ سان گڏ 10 ڏينهن سنڌوءَ جي ڪناري جهوپڙيءَ ۾ رهيو هو ۽ اُن ساڌوءَ سان ملاقات ڪئي هئائين. نارائڻ سامتاڻيءَ، اسڪولي تعليم ڪراچيءَ جي سٽي هاءِ اسڪول ۾ ختم ڪئي. مئٽرڪ ۾ هن ٻين مضمونن سان گڏ فارسي بہ ڪنئي ۽ فارسيءَ ۾ سُٺيون مارڪون ڪنيائين. جڏهن ڪراچيءَ جي ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ داخل ٿيو تہ فارسي ڇڏي سنسڪرت ڪنيائين. ان وچ ۾ ملڪ جو ورهاڱو ٿي ويو ۽ نارائڻ سنڌ ڇڏي مائٽن سان گڏ اچي اجمير ۾ رهيو. هن بنارس جي سنسڪرت پاٺشالا ۾ سنسڪرت جو وياڪرڻ ۽ گرنٿ اُداسين پڙهيو. پوءِ بمبئيءَ وڃي ماسيءَ جي گهر رهيو ۽ ممبئي يونيورسٽيءَ مان سنسڪرت، سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ بي. اي ڪيائين. سنسڪرت پڙهڻ جو شوق کيس ان ڪري هو تہ جيئن هو گيتا ۽ اپنشد اصل مفهوم موجب پڙهي سگهي. هن ڪجهہ عرصو الهاس نگر، ممبئي ۽ گانڌيڌام ۾ ماستري ڪئي ۽ اُتي جي اسڪولن ۾ سنسڪرت ۽ هندي پڙهائي. هن پروفيسر بليجا جي اُتساهہ ڏيارڻ تي 'سنڌو سنسڪرت پرچار سمتي' قائم ڪئي، جنهن جو هو سربراهہ رهيو اُتي ڪيترا سنڌي خانگي طرح سنسڪرت پڙهندا ۽ پاڙهيندا هئا ۽ نارائڻ پڻ اُتي رات جو سنسڪرت ڪلاس هلائيندو هو. هن بعد ۾ بهار پرڳڻي جي نالندا يونيورسٽيءَ مان پالي ۽ سنسڪرت ۾ ايم. اي ڪئي. پاليءَ ۾ ايم. اي پاس ڪرڻ کانپوءِ گانڌي ڌام ۾ ڀائي پرتاٻراءِ جي دلچسپيءَ ڪري سنسڪرت پڙهائڻ لاءِ مقرر ٿيو ۽ بمبئيءَ ۾ بہ ڪجهہ وقت پارٽ ٽائيم سنسڪرت پڙهايائين، پر کيس پالي پڙهائڻ جو وڏو شوق هو. ان وچ ۾ هندستان ڪتاب گهر الهاس نگر جي نارائڻ ڀارتيءَ کيس مهاتما ٻڌ جي جيون تي ڪتاب لکڻ لاءِ چيو. جڏهن 57- 1956ع ڌاري دهلي يونيورسٽيءَ ۾ مهاتما گوتم جو 2500 جنم ڏينهن ملهايو پئي ويو تہ ان موقعي تي سندس ڪتاب 'ٻڌ درشن' ڇپجي پڌرو ٿيو. جنهن جي چڱي ساراهہ ٿي ۽ ان تي انگريزيءَ ۾ بہ تبصرا شايع ٿيا. آسام جي سنڌي گورنر دادا جئرام داس دولترام، نارائڻ جي پالي ٻوليءَ ۾ دلچسپي ڏسي سندس وڏي همت افزائي ڪئي. سامتاڻيءَ کي پي. ايڇ. ڊي ڪرڻ جو وڏو شوق هو. ان دوران ڀڪشو جگديش ڪيشپ ڊائريڪٽر کيس بمبئيءَ مان گهرائي نالندا يونيورسٽيءَ ۾ 'پالي ترپٽڪ' (بنيادي پالي گرنٿ) جي سهيڙ واري پراجيڪٽ ۾ معاون ايڊيٽر مقرر ڪيو. ڪجهہ وقت کانپوءِ دهلي يونيورسٽيءَ ۾ 'ٻوڌ وديا' جو شعبو کليو ۽ ان ۾ ريسرچ فيلو جو اشتهار شايع ٿيو. هن ڊائريڪٽر جي اجازت سان ان لاءِ درخواست ڏني ۽ چونڊجي ويو. دهلي يونيورسٽيءَ ۾ 'ٻوڌ وديا' جي عالمي درجي جي نالي واري عالم پروفيسر پي. وي. باپٽ، جنهن آمريڪا جي هارورڊ يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي ڪئي هئي، ان جي رهبريءَ ۾ نارائڻ سامتاڻيءَ مهاپنڊت راحل سانڪرتياين جي تُبيٽ ياترا دوران هٿ ڪيل ٻوڌ سنسڪرت گرنٿ (ارٿ ونشيہ سوتر) ۽ ان جي شرح، جيڪا نالندا وشيہ وديالا ۾ اٺين صديءَ ۾ لکي وئي هئي، ان جي تنقيدي ۽ تحقيقي جائزي تي مشتمل، ٽن سالن جي ريسرچ فيلوشپ ۾، پنهنجي ٿيسز پي. ايڇ. ڊيءَ جي ڊگريءَ لاءِ پيش ڪئي. اهڙيءَ طرح هن 1961ع ۾ پي. ايڇ. ڊيءَ جي ڊگري حاصل ڪري ورتي. سندس ٿيسز پهرين 1971ع ۾، پاٽنا جي مشهور ڪي. پي. جيسوال انسٽيٽيوٽ ڇپائي پڌرو ڪئي ۽ 2002ع ۾ ان جو انگريزي ترجمو برڪلي يونيورسٽي، آمريڪا ۾ ڇپيو. جنهن جو مهورت ٿبيٽ جي مشهور مذهبي رهنما دلائي لاما ڪيو. هن ڪتاب تي ڏيهہ پرڏيهہ ۾ تمام گهڻا تبصرا ٿيا ۽ نارائڻ سامتاڻيءَ کي عالمي سطح جي مشهوري حاصل ٿي. پولينڊ جي هڪ عالم مارڪ ميجر هن ڪتاب کي موجوده 'ٻوڌ وديا' جي وڏي حاصلات قرار ڏنو آهي. اهڙيءَ طرح ٻين ڪيترن عالمن بہ سامتاڻيءَ جي تحقيق جي وڏي تعريف ڪئي آهي.

پي. ايڇ. ڊي ڪرڻ کانپوءِ نارائڻ سامتاڻي 1961ع ۾ بنارس هندو يونيورسٽيءَ ۾ پهرين پاليءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو، پوءِ پروفيسر ۽ هيڊ آف ڊپارٽمينٽ ٿيو. جتان 1984ع ۾ رٽائر ڪيائين. ان وچ ۾ 'ٻوڌ فلسفي' بابت هن جا ڪيترائي مضمون شايع ٿيا. ڪيترين ڏيهي ۽ پرڏيهي ڪانفرنسن ۾ بہ شريڪ ٿيو. هو دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ پالي ۽ ٻڌ ادب جو وزيٽنگ پروفيسر ٿي رهيو. جن مان مکيہ آهن: ڊينمارڪ، يورپ، آمريڪا، ڪئناڊا، ٿائيلينڊ، اٽلي وغيره. رٽائرمينٽ کانپوءِ هڪ سال 1993ع ۾ سارناٿ ۾ ۽ 1994ع ۾ ناگرجن يونيورسٽي (گنوتور) مهايانہ ۾ ٻڌسٽ اسٽڊيز جو اعزازي ڊائريڪٽر ٿي رهيو. 1999ع ۾ هندستان جي صدر ڪي. آر. نارائڻ کيس پالي ٻوليءَ ۾ مهارت حاصل ڪرڻ تي سرٽيفڪيٽ آف ميرٽ ڏنو ۽ هن لاءِ هر سال 50000 روپين جي اسڪالرشپ منظور ڪئي. 2005ع ۾ ساهتيہ اڪيڊمي دهليءَ کيس انڊين ڪلاسيڪل ٻولين ۽ ادب جي اڀياس تي قدرشناسيءَ طور 'ڀاشا سنمان' ۽ روڪ انعام ڏنو. سندس رهنمائيءَ ۾ 12 شاگرد 'پالي- ٻڌ ادب'

۾ پي. ايچ. ڊي حاصل ڪري چڪا آهن، جيڪي ڏيهي ۽ پرڏيهي يونيورسٽين ۾ خدمتون سرانجام ڏئي رهيا آهن.

نارائڻ سامتاڻي دهليءَ ۾ جئرام داس دولترام جي رهبريءَ هيٺ هلندڙ سنڌو ريسرچ سوسائٽيءَ جو ڪجهه وقت سيڪريٽري، سنڌي ڪاليجن جي شاگردن جي تحقيق جو گائيڊ، بنارس مان نڪرندڙ سنڌو لوڪ مخزن جو ايڊيٽر ۽ 1964ع ۾ اکل ڀارتيہ سنڌي ساهتيہ سميلن جو وائيس پريزيڊنٽ بہ ٿي رهيو.

نارائڻ سامتاڻي رٽائرمينٽ کانپوءِ بہ ٻڌمت بابت سکيا ۽ تحقيق جو سلسلو جاري رکيو. يونيورسٽي گرانٽس ڪميشن جي هڪ ڊڪشنري پراجيڪٽ ۾ مکيہ محقق جي حيثيت ۾ هن ٽي سال پالي ۽ ٻڌ سنسڪرت ڪتابن جي آڌار تي هڪ 'اصطلاحي لفظن جي پيٽا پيٽي' ڊڪشنري تيار ڪئي، جيڪا اڃا ڇپي نہ آهي.

11 فبروري 2010ع تي، پروفيسر سامتاڻيءَ جي گھر واري بنارس ۾ لاڏاڻو ڪيو. سندس ڌيءُ دهليءَ ۾ پنهنجي ڪٽنب سان آباد آهي ۽ پاڻ اڪيلو جهوليلال ڪالوني، واراڻسيءَ ۾ رهندو آهي، جتي سندس دوست ۽ شاگرد سندس سارسنڀال لهندا آهن.

نارائڻ سامتاڻيءَ جي ٻن شاگردن: لالجي شراوڪ (Lalji Shravak) ۽ چارلس ولمين (Charles Wilemen) سندس ٻڌ ساهتيہ جي حوالي سان خدمتن تي مشتمل هڪ عالمي سطح جو ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جو عنوان آهي:

"Dharmapravicaya Aspects of Buddhist Studies, Essay in Honour of N. H. Samtani."

لالجي شراوڪ هن وقت ڊپارٽمينٽ آف پالي اينڊ ٻڌ اسٽڊيز، واراڻسيءَ ۾ پاليءَ جو پروفيسر آهي، جڏهن تہ چارلس ولمين، انٽرنيشنل ٻڌسٽ ڪاليج ٿائيلينڊ ۾ ريڪٽر (Rector) آهي.

نارائڻ سامتاڻيءَ جو سنڌي ٻوليءَ سان پيار اڄ تائين قائم آهي. سندس تحقيق جو وڏيڪ فائدو جيتوڻيڪ ٻڌمت وارن کي مليو، پوءِ بہ هن سنڌيءَ ۾ ڪافي ڪجهہ لکيو آهي، جهڙوڪ: (1) ٻڌ درشن (ڪتاب: 1956ع)، (2) اساڌارڻ عالم ۽ آدرشي سياسي مدبر- دادا جئرام داس دولترام (مضمون)، (3) شاڪيہ مني ۽ شاهہ عبداللطيف (مضمون)، (4) پالي ساهتيہ جي جهلڪ (مضمون) ۽ ٻيا ڪيترا ٻڌ ۽ سنسڪرت ادب بابت ليک.

**سامتاڻين واري مسجد:** مغل دور جي هيءَ مسجد ديهہ ڪلهوڙا، تپي خداآباد، ضلعي دادوءَ جي ڳوٺ سامتياڻيءَ ۾ آهي. هن مسجد جي اڏاوت بابت ڪيترين روايتون ملن ٿيون. پهرين تہ هتي حيدر ۽ قيصر نالي پنهورن جا سردار رهندا هئا، جن ڪان ڪلهوڙن هي شهر ورتو هيو تہ هي مغلن جي دور جي مسجد آهي ٿيون تہ هيءَ مسجد مشهور جرنيل دولهہ درياخان جي ٺهرايل آهي. عمارت جي جوڙجڪ ٻڌائي ٿي تہ هيءَ اڏاوت ڪلهوڙن کان اڳ جي آهي. مسجد جو ٻاهريون دروازو خود هڪ ننڍو يادگار آهي، جيڪو مسجد جي اوڀر ۾ آهي. ان کي 333 سينٽي ميٽرن جي وڏي ونگ آهي، جيڪا Tudor نموني جي ٿوري خمدار (ogee) ۽ چوٽيءَ وٽ ٺپر (stroke) سان آهي. ٻيءَ ان کان ننڍي، ونگ 4.2 فوٽن جي آهي، جنهن جي اوچائي 277 س. م آهي ۽ اُن ۾ دروازو لڳل آهي. مهاڙي 16.6 فوٽ ۽ پاسا 13.10 فوٽن جا آهن. دروازي جي مستطيل ڪوٺي، هڪ ڪنڊ کان ٻيءَ ڪنڊ تائين، اوڀر اولهہ ماپ 330 س. م ۽ اتر ڏکڻ 296 س. م آهي. اندرين مهاڙيءَ ۾ دروازو 250 س. م (وڏو ڏکڻ وارو حصو 247 س. م، وچين ونگ 141 س. م ۽ اترين جارو 262 س. م) آهي. مسجد جو اڱڻ اتر- ڏکڻ 63.6 فوٽ ۽ اوڀر اولهہ 63.6 فوٽ آهي. چوڌاري پٽ ڏنل آهي؛ جيڪا ڪچي ۽ ڳِل گاري سان لنبيل



آهي. صحن تي هن وقت فرشبنديءَ جو ڪو نشان نہ آهي. ٻاهرين پٽ 212 س. م اوچي آهي. مسجد جي مهاڙي تہ ونگائين آهي. وچ واري ونگ 380 س. م ويڪري ۽ 570 س. م اوچي آهي. اتر پاسي واري ونگ 320 س. م ويڪري ۽ 467 س. م اوچي آهي. مهاڙيءَ جي ڏکڻ ۾ ڏاکڻ ٺهيل آهي، مهاڙيءَ ۾ اندر وڃڻ لاءِ ٽي دروازا ٺهيل آهن. مهاڙيءَ جي ڪل ماپ ٻيڙ ٻني ۽ برجين سميت 738 س. م آهي. ڏاکڻ ڇت تائين وڃي ٿي. ڏاکڻ ۾ 24 ڏاڪا آهن ۽ هر هڪ ڏاڪو 66 س. م جو آهي. مهاڙي توڙي پنڌين پاسي اڀيون ۽ سڌيون ناليون پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ ٺهيل آهن. دروازي سميت سڄي مسجد چن گاري سان لتل آهي.

نماز وارو حجرو ٽن حصن ۾ ورهايل آهي. هرهڪ ڪمري کي الڳ دروازو ۽ مٿان گنبذ ڏنل آهي. پاسن وارا حجرا هر هڪ اوڀر اولهہ وارو 505 س. م، اتر ڏکڻ وارو حجرو 320 س. م، جڏهن تہ وچون حجرو 575 س. م جو آهي. محراب جي وڏي ونگ 310 س. م ۽ اوچي 220 س. م ويڪري آهي. محراب خود 102 س. م ويڪرو آهي. وچيون گنبذ فرش کان 990 س. م اوچو آهي، جڏهن تہ پاسن وارا گنبذ 872 س. م فرش کان اوچائيءَ ۾ آهن. ڪانس (cornice) تي ڪنڊ- جوڙون (squinches) ٺهيل آهن، جيڪي فرش کان 550 سينٽي ميٽر مٿي ڪنڊن تي اڏيل آهن. اتر- ڏکڻ مسجد 54.6 فوٽ آهي. ڏکڻ ۽ اتر ۾ هوا جي لنگهہ لاءِ دريون ٺهيل آهن. ڇت تي ٽي گنبذ ٺهيل آهن. وچون گنبذ پاسي وارن ٻن گنبذن کان وڏو آهي. گنبذ ڳچ (Drum) تي ٺهيل آهي، جيڪو گولائيءَ

تي آهي. وچين گنبذ جو پاسي وارن گنبذ کان وچ وارو فاصلو اٽڪل 164 س. م آهي. ڇت تي ٽي گنبذ ٺهيل آهن. وچين گنبذ جو گهيرو اٽڪل 1800 س. م آهي، جڏهن ته پاسن وانگر گنبذن مان هرهڪ جو گهيرو 1400 س. م کان ٿورو مٿي آهي. ٻه گهٽيون انهن گنبذن ۾ ٺهيل آهن، جن جي ماپ 194 س. م اوچائيءَ ۾ 100 س. م ويڪر ۾ آهي. ان قسم جون اندريون گهٽيون خداآباد واري جامع مسجد ۾ به آهن. تمام وڏو ٻيڙهنو. ٻيتين سان، جنهن تي ڪنگرا ۽ گهٽيون ٺهيل آهن، اهي ٻيتيون ڇتن ٽي پاسي ٺهيل آهن سواءِ ڏکڻ طرف جي. هي مسجد بهترين يادگار آهي. وقفي سان ان مسجد جي مرمت ٿيندي رهي آهي، پر ان جي اصل صورت به برقرار رکي پئي وئي آهي.

**سامتياڻي ڳوٺ**: تعلقي دادوءَ جو هيءُ ڳوٺ ياِن، سعيدآباد- جوهي روڊ جي پر ۾ ياِن سعيد آباد لڳ پير شاخ وٽ آهي. هن ڳوٺ جو وجود سمن جي دور کان آهي، جڏهن اجا ياِن شهر جو وجود به نه هو.

سامتياڻي ڳوٺ پنهورن جي رياست جي گاديءَ جو هنڌ هو. هيءُ ڳوٺ ديني تعليم جو مرڪز رهيو آهي. هتي جا ڳوٺاڻا خوشحال، ديندار ۽ زميندار هئا. مغلن جي دور ۾ قاضي عبدالواحد نالي هڪ بزرگ عالم هتي رهندو هو. جنهن کي بنا ڪنهن ڏوهه جي احمد بيگ جي پاءُ مرزا يوسف اتان جي هڪ رهاڪو ابراهيم بلوچ جي هٿان قتل ڪرايو هو. انهيءَ مامري ڪانپوءِ ڪيترا ماڻهو هي ڳوٺ ڇڏي لڏي ويا. ان ڪانپوءِ هن گاديءَ کي ميان يار محمد ڪلهوڙي به تباهه ڪرائي ڇڏيو. جنهن سبب پنهورن جو وڏو جاني ۽ مالي نقصان ٿيو ۽ ڪافي پنهور ۽ ٻيون ذاتيون هن ڳوٺ مان لڏي ويون. ڪلهوڙن جي دؤر ڪانپوءِ وري هن ڳوٺ کي پنهورن، جتن ۽ هندن زور وٺرايو. پرووري ورهاڱي وقت هندن جي لڏپلاڻ جي ڪري هيءُ ڳوٺ پنهنجو اوج وڃائي ويٺو. هن وقت به هيءُ ڳوٺ آباد آهي، جنهن ۾ پنهور، پيرزادا، جت ۽ ٻين قبيلن جا ماڻهو رهن ٿا.

**سامتيا** (ذات): سام لفظ جي معنيٰ پناهه يا اجهو آهي. جڏهن سومرن جي مٿان ظلم ٿيا هئا، تڏهن سنڌن ڪجهه عورتن ابڙن وٽ سام ورتي هئي، جن کي سامتيا/ سامتيا چيو ويو. ان ڏينهن ڪانپوءِ سومرن جي هن حلقي وارن کي سامتيا ذات/ پاڙي سان سڏيو ويو.

هڪ ٻئي حوالي موجب مٽيءَ جو ڪم ڪندڙ ڪنيارن ۽ گلالن وغيره کي سامتيا سڏيو ويندو آهي. هنن مان مسو فقير نهايت مشهور آهي، جنهن 1747 ع ۾ نئين جي راڻي ارجڻ ۽ ڏارا جي راڻي جي وقت ۾ جابلو قوم سان مهاڏو اٽڪايو هو. عام طرح سان ماڻهو هنن کي پنجاب کان آيل 'سرائي جت' سڏين ٿا ۽ پنجاب ۾ ڪين سامتيا جاٽ چون ٿا. هنن جي هڪ پاڙي جو نالو 'ڏڪڻ' آهي.

'تاريخ ليا' موجب سامتيا راجپوت آهن. سنڌ ۾ رهندڙ ٻن ڀائرن رامچند ۽ گونڌ اسلام قبول ڪيو هو. راجپوتن هنن کي سنڌ مان ڪڍي ڇڏيو هو. ان مصيبت جي ڪري شامت ۽ شامتي چيو ويو جيڪو لفظ ڦري 'سامتيا' ٿيو. تاريخي حوالن موجب چار ساهڙ ٻن گهنور نگامري جي محبوبه سهڻي ذات جي سامتياڻي هئي، جنهن جو پيءُ جرڪت (جرڪس) سامتيو هو جيڪو ڪنيارڪو ڪم ڪندو هو سهڻي ميهار جو مجازي عشقيه داستان هنن سان وابسته آهي.

**سامتيا** (ديهه): تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سامتيا، سونو گاڏهي، پليڏنو شاهه، محمد خان چانديو ۽ محمودآباد.

**سام مرزا**: ايران جي نامور عالم، فاضل، شاعر ۽ اديب سام مرزا پنهنجي هڪ تصنيف 'تحفه سامي' ۾ سنڌ جي شاعرن جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي.

سام مرزا، شاهه اسماعيل صفوي اول جو پٽ هو. هي 923 هه/ 1517ع ۾ پيدا ٿيو 938 هه/ 1531ع ۾ جڏهن شهر هرات ازبڪن جي گهيري مان آزاد ٿيو ته شاهه اسماعيل پنهنجي پٽ سام مرزا کي دورمش خان جي اتاليقيءَ ۾ هرات جو حاڪم مقرر ڪيو. شاهه اسماعيل اول جي وفات ڪانپوءِ تخت تي شاهه اسماعيل اول جو پٽ شاهه طهماسپ اول ويٺو. سام مرزا 969 هه/ 1561ع ۾ پنهنجي ڀاءُ شاهه طهماسپ اول خلاف بغاوت ڪئي، ان ۾ ناڪام ٿيڻ ڪانپوءِ سام ميرزا کي قيد ڪيو ويو ۽ شاهه طهماسپ جي وفات ڪانپوءِ شاهه اسماعيل ثانيءَ جي تخت نشينيءَ جي موقعي تي 984 هه/ 1576ع ۾ سام مرزا کي قتل ڪيو ويو. هن جو فارسي ديوان موجود آهي. ان ڪانسواءِ هي 'تحفه سامي' جهڙي مستند تذڪري جو مولف آهي، هي تذڪرو 'تذڪره دولت شاهه' جو تڪملو آهي ۽ هن 957هه/1550ع ۾ تاليف ڪيو هو.

**سامونڊي** (شاهه جو سُر): شاهه جي رسالي جي هن سُر ۾ وڻجارن ۽ سنڌن وهن جو احوال عمدي طريقي سان بيان ڪيل آهي. شاهه صاحب هن سُر ۾ زال ذات جي جذبن ۽ امنگن جو جيڪو نقش چٽيو آهي، ان مان ڄاڻ پوي ٿي ته شاهه صاحب وڻجارين جي انتظار ۽ اوسيئڙي جو گهريءَ نظر سان مشاهدو ۽ مطالعو ڪيو آهي. لاڙ ۾ سامونڊين جي وڇڙيل وهن جي حال جي شاهه صاحب هن سُر ۾ تصوير چٽي اٿس. وڻجارين جي من جا مونجهارا، اندر ۾ اٿندڙ ۽ پل پل پوندڙ پور، ڪانڌن جي ڦوڙائي ۾ آگي اڳيان التجائون، سنڌن صحيح سلامت واپس ورڻ لاءِ حيلا ۽ تپسيائون، تڙن تي ورڻ لاءِ اوسيئڙو ۽ انتظار، بندر تي ناکئن کان پُڇائون، پيرن تي پڙ باسڻ، درياهه تي اکا پائڻ، چو واٽن تي ڏيئا ٻارڻ وغيره. انهن سڀني ڪيفيتن جو نهايت دلسوز ۽ رقت آميز نمونو ۾ بيان ڪيو ويو آهي:

لڳي اتر هير، سامونڊين سڙهه سنباهيا،
ننگر ڪٿي ناکئا، ٿيا سڻاوا سير،
هينئڙي هِت اُڪير، ڪاري ڪيڙائن جي!

سنڌ جو سامونڊي ڪنارو تاريخ ۾ هميشه اهميت وارو رهيو آهي. سنڌي قوم وڻج واپار ۽ جهاز رانيءَ جي فن ۾ ايتري ته ماهر هئي، جو فينقي ۽ ٻيا جهاز رانيءَ جي فن کان گهڻو متاثر ٿيا. گهڻن سڙهن وارن وڏن غورابن جي ايجاد جو سهرو به هن واديءَ جي قوم تي رهيو آهي.

هتان جا جهازران ۽ ٻيڙيائتا اوڀر يورپ، وچ مشرق ۽ ڏور اوڀر توڙي ڏکڻ ۽ ڏکڻ اوڀر وارن ملڪن تي سفر جي ساموندي طور طريقن ڪري ڪيترو وقت ڇانيل رهيا. هتان جا وڻجارا هن واديءَ جي هنر ۽ ڪاريگريءَ وارين وٿن کي غورابن ۾ ڀري ڏورانهن ڏيهن ۾ وڃي وڪڻندا هئا. جن جو ذڪر تاريخ جي ڪتابن ۽ سفرنامن ۾ اچي ٿو.

انهن وڻجارن جو سفر مهينن جا مهينا ۽ سالن جا سال هوندو هو. انهي واپاري ڪاج وارا وڻجارا جيڪي اڪثر لهاڻا نسل جا هوندا هئا، پنهنجو مٽ پاڻ هئا. ٻئي طرف وري سمونڊ جي سيني تي مهاڻن ملاحن، منڍرن ۽ نگامرن جي موج هوندي هئي، جيڪي غورابن جا سڙهه سنواري ۽ کوهن جي خبروني ننڍن وڏن ٻيڙن کي پيا مَک ڏيندا هئا ته متان ڪٿي ڪاري جو پاٽي ٻيڙن جي کوهن ۽ تر کي ڪائي جوکي جو سبب نه بڻجي. ميد نسل جي هنن قبيلن جو ڏاڪو هو ۽ پنهنجي واپاري ۽ جهازرانيءَ جي فن جي خوبين جي ڪري هن واديءَ جا نڪ هئا. جن تاريخ ۾ پنهنجا نه وسرندڙ نشان ڇڏيا آهن.

سنڌ جي ساموندي ڪناري تي وسندڙ غورابن جي گهٽن گهيٽن ۽ ٽڙن جو ڪو سنڌو ڪونه هو. وڏن بندرن تي واپارين، گماشتن ۽ دلالن جون ڪوٺيون هونديون هيون. ڪن ڪوٺين کي بچاءَ جا قلعا به هوندا هئا. ٻاهران ايندڙ غورابن ۽ جهازن تان مال لاهڻ ۽ چاڙهڻ لاءِ ٽڙن تي چاڙهيڪن وٽ ٻيڙين ۽ ڊونڊين جو ڪو ڇيهه نه هوندو هو. ڪٿي مياڻين تي مڇي پئي لهندي هئي ته ڪٿي غورابن ۽ ٻيڙين جي آڏ مَک لڳي پئي هوندي هئي، سڙهن کي سرڪو ڪيو ويندو هو، متولن ۽ ونجهن کي سنڀاليو ويندو هو. مطلب ته سفر ڪان آيل ۽ سفر تي ويندڙ ٻنهي جي کهولن جو ٻراءُ پيو ڪن پوندو هو. ٽڙن تي هلچل ۽ هونگار هوندي هئي، وڻجارا ۽ واپاري گماشتا ۽ دلال، مالڪ ۽ مزدور، ڪاريگر ۽ ڪاسبي پيشه ور ۽ پورهيتن جو هڪ انبوهه نظر ايندو هو. جنهن ۾ ڪو مال جي اوسيئڙي ۾، ڪو سفر جي سانباهي ۾، ڪو وڪري جي وهنوار ۾، ڪو خريداريءَ جي ڪشت ۾ رُڌل هوندو هو. ڪٿي غوراب لنگر هنيو بيٺا هوندا هئا ته ڪي وري سڙهه سنباهي روانا ٿيندا هئا. ڪن اچڻ وارن جا پري ڪان کوها ۽ ڏياٽيون نظر اينديون هيون.

ويندڙ اُداسائيءَ ۽ ارمان جي نظرن سان دلين ۾ ڪئين داستان سمائي ويندا هئا ته انهن سان پيار ڪندڙ وري اوسيئڙي ۾ ڪنارن ڏانهن ڏسندا هئا. جڏهن وڻجارا ورندا هئا، ته سندن عزيز سندن ديدار لاءِ آتا ۽ اتاولا پيا نظر ايندا هئا ته سندن وَهون پکهه لڳنديئي محبوب جي منهن ڏسڻ لاءِ اوسيئڙي جا ارمان، ملاقات ۽ ميلاپ جا احساس ڪٿي منتظر نظر اينديون هيون.

پکهه پاسي گهار، آيل! ساموندين جي،
وِڄهي جيءُ جنجار، ڄمر وڃنئي نڪري!
جيڪر اچي هاڻ، ته ڪريان روح رچنديون،
آيل، ڊولي ساڻ، ڳرِ لڳي ڳالهيون ڪريان!

وڻجارن جي آمد تي منداڻيتيون ريتون ۽ رسمون ادا ٿينديون هيون. ڏياريون، لڏڙيون، هوليون، عيدون ۽ ٻرادون، ڀاڳوهه ۽ پريت سان ملهائبيون هيون. مسجدن ۾ ٻانگ ۽ ٽِڪاڻن ۾ سَنک جا آواز، چيٽي چنڊ جي رات ٻهراڻي کڻڻ وقت جانجهه جي جهاڻءَ جي جهنڪار جيءَ ۾ جهيرون وجهي ڇڏيندي هئي. وڻجارن جون ونيون ۽ وَهون، ڪونج جهڙيون ڪامڻيون درياهه شاهه تي ڪنجهي جي ٿالهين ۾ ڪٽڪ جي اٽي جا ڏيئا ٻاري انهيءَ ۾ چانور ۽ سيندور وجهي پلوَ پائي دريا شاهه تي اڪا اچي وجهنديون هيون ۽ پيتا پيون ڏينديون هيون.

نما شام مهل يا صبح سوير پيتا ڪانپوءِ پاڻيءَ جا ڳڏون ڪٺي گهر جي ٻنيي ۽ اوٽي تي چنڊا هنيا ويندا هئا. ڪو پردو نه هو، ڪا روڪ نه هئي، حيا شرم جو دور هو، نفرتن جو نالو نه هو. لطيف سائينءَ جي دور ۾ ٻه ادائي سؤ سال اڳ ۾ نينهن پريل نرمل نظاري جو ڪهڙو انداز هوندو، انهيءَ وارتا جا ڪهڙا ورن هوندا هئا، جن جو لطيف مشاهدو ڪيو هو اهو هن سُر جي بيتن ۽ واين ۾ سمايل آهي.

ٿيا ڏياريءَ ڏينهن، ساموندين سفر جي،
مون سِرونا جيڏيون، ڏکن سندا ميـنـهن،
ڪيس نماٽي نينهن، ڪاري ڪيڙائڻ جي!

سر ساموندي‌ءَ ۾ اهو مشاهدو ۽ اظهار جذبات سان ڀر نظر اچي ٿو. جڏهن اتر جي اوت ٿيندي هئي ته ساموندي سفر تي اسهڻ لاءِ غورابن ۽ ٻيڙن جي پرگهور لهڻ شروع ڪندا هئا.

آئي اُتر مُند، هينيين اُڏڪو نه لهي،
وٽين لاچو بند، ٻيهر مَکين ٻيڙيون. (شاهه)

ساموندي سفر جا وڻجارا ۽ ٻيڙيائتا، اتر واءُ لڳڻ تي غوراب پري پرڏيهه پُرندا هئا، ڏياري ڏسندي سفر جي تياري شروع ڪندا هئا. ڏياريءَ جو ڏڻ جتي خوشين جا خزانا کڻي ايندو هو، اتي پويان فراق ۽ ڦوڙائي، وڇوڙي ۽ وِرهه جا نشان ڇڏي ويندو هو.

وڻجارن جي ونين ۽ وهن کي اها سڌ هوندي هئي ته هنن جي ورن ۽ پيتارن کي سفر جي سانباهي جي لڳي پئي آهي، جنهن لاءِ محبت جي مارين کي هينئڙي ۾ ڪئين هول پيا ايندا هئا. انساني جذبن جي هن مصور شاعر وٽ انهن جي اندر جي اڌمن ۽ پريت جي پيڙا جي عڪاسي بيمثال نظر اچي ٿي. وڻجارا غوراب پري سلٽ ۽ سامان کڻي ٻيڙيائتن جي ٻل تي الله توهار ڪري پکهه کڻي پنڌ پوندا هئا. وڻجارن ۽ ٻيڙيائتن جي سفر جو سلسلو ايڏو ته اوکو ۽ اڻ کٽ هوندو هو. جو هڪ سفر پورو ڪري ايندا هئا ته وري ڪين ٻئي سفر جي سانباهي جي تات ۽ تنوار هوندي هئي، ان لاءِ هو ڏيساور ۾ شين جي گهرج کپت ۽ منڊيءَ ۾ اگهه جي لاهي چاڙهي ڏسندا هئا. هر وقت سندن دماغ ۾ اها ڳڻ ڳوت ۽ سودي جي سڦلتا جون ڳالهيون پيون ڦرنديون هيون.

انهن جي اهڙي ڪيفيت کي ڏسي سندن ونيون ويچارن ۾ وسامجي وينديون هيون.

وڻجارن جي سانباهي ۽ سنڌن ونين/ وهن جي من جي ڪيفيتن جو لطيف سائينءَ جيڪو نقشو چٽيو آهي، اهو ڳچ ڳاري ٿو وجهي:

سيئي جوين ڏينهن، جڏهن سڄڻ سفر هليا،
رُئان رهن نہ سپرين، آيل ڪريان ڪيئن،
مون کي چاڙهي چينءَ، ويو وڻجارو اوهري.
-
اڄ پڻ وايون ڪن، وڻجارا وڃڻ جون،
مون بيٺي، هو هليا، بندر جي تڙن،
سرتيون سور سنڌن، مون مارينديون جندڙي!

شاهہ لطيف جي هن سُر ۾ ناکئن، ملاحن، بيڙياتن ۽ وڻجارن جي اٽانگي سفر جو بيان ڪيو ويو آهي. هن سُر ۾ ويرن جي وڙهڻ، سمونڊن جي طوفانن ۽ ڪارونڀار ڪنن کي مردانگيءَ سان منهن ڏيڻ جو سبق ڏنو ويو آهي. لطيف جي هن سرجا ڪردار، تصور جي دنيا ۾ جيئرا جاڳندا نظر اچن ٿا. ثابت ٿئي ٿو تہ محبت وارا مري نہ ٿا سگهن. پر سامونڊيڪو سنگ، هميشہ گوندر گاڏئون آهي: هي بيت انهن جذبن جي عڪاسي ڪري ٿو:

پُران مان پُڇان، بندر مون ڏور ٿيا،
نہ مون هٿ، نہ هنج ڪي، جوڇئي آءُ چڙهان،
ائين ڪج پاڻي، جنهن پر پرينءَ مڙان،
ڪارون ٿي ڪريان، تو در اُيي ناکئا!

ناکئن کي ڪُنن جي ڪڙڪن ۽ سمنڊ جي ڏکيائيءَ کان شاهہ صاحب هن طرح آگاهي ڏئي ٿو:

بندر جان پئي تہ سکاڻيا مَ سمهو،
ڪپر ٿو ڪن ڪري، جٿ ماڻي منجهہ مهي،
ايڏو سور سهي، ننڊ نہ ڪجي ناکئا!

هن سُر ۾ سنڌ جي قديم وڻجارن جي وڻج، تڪليفن، سنڌن وهن/ وڻجارن جي اوسيئڙي کي جنهن ڪماليت سان شاهہ لطيف ڳايو آهي، اُن هن سرجي اهميت وڌائي ڇڏي آهي.

راڳ جي حوالي سان سامونڊي جدا ڪو راڳ يا راڳڻي نہ آهي، پر مختلف راڳن ۽ سُرن ۾ ڳايو ويندو آهي.

**سامونڊي نانگ** (Sea Snake): سمنڊ جي کاري پاڻيءَ ۾ رهندڙ 50 کان وڌيڪ قسمن جي سامونڊي نانگن جو واسطو Hydrophiidae خاندان جي ننڍي ڪٽنب Laticaudinae سان آهي. سامونڊي نانگ جو پڇ ڊگهو جسم چپٽرو، ناسون ڍڪڻيءَ جهڙي منهن ۾ هونديون آهن. ڪجهہ سامونڊي نانگن جو جسم مٿي ۽ ڳچيءَ جي پيٽ ۾ ٿلهو هوندو آهي، جيڪو کين سمنڊ ۾ ترڻ ۾ مدد ڪندو آهي. زميني نانگن وانگر سامونڊي نانگن جي پيٽ تي چلڪيدار کل ٿيندي آهي. هنن نانگن جو 1-1.2 ميٽر (3-4 فوٽ) قد ٿيندو آهي.

سامونڊي نانگ جو هڪ قسم Laticauda Semifasciata، ٽي کان چار ميٽر ڊگهو ٿيندو آهي، جيڪو جپاني سمنڊ ۾ وڏي تعداد ۾ ملندو آهي؛ سامونڊي نانگ گهڻي ڀاڱي سامونڊي پٽيءَ وارن علائقن، آسٽريليا ۽ ننڍي کنڊ (هندستان ۽ پاڪستان) جي سمنڊن ۾ ملن ٿا.



جڏهن تہ پيلي رنگ جي چلرن واري پيٽ سان هڪ خاص قسم جو سامونڊي نانگ Pelamis Platurus پونچ سمنڊ کان وٺي آفريڪا جي سامونڊي پيٽ مُڊگاسڪر (Madagascar) تائين جهجهي انداز ۾ ملي ٿو. هيءُ سامونڊي نانگ هڪ ميٽر ڊگهو، ڪاري، ناسي ۽ پيلي سونهري رنگ جي پٽن نما چلرن سان ٿيندو آهي. سامونڊي نانگ پنهنجي خوراڪ جي پورائيءَ لاءِ مڇين ۽ سامونڊي جيون جو شڪار ڪندا آهن. اڪثر نانگ سمنڊ جي مٿينءَ سطح تي ٽولن جي شڪل ۾ ترندا نظر ايندا آهن. سامونڊي نانگن جون ڪي ماديون Laticaudinae پنهنجا آنا خشڪ زمين تي سمنڊ جي ڪناري لاهينديون آهن، جڏهن تہ ٻين جي آنن جي واڌويجهہ سمنڊ ۾ ئي ٿيندي آهي.

**ساموئي** (قديم ماڳ): سومرن جي صاحبيءَ دوران ڪجهہ وقت سنڌن گاديءَ جو هنڌ 'وڳهہ ڪوٽ' ۽ ڪجهہ وقت 'محمد طُور' شهر رهيو. دودي ۽ چنيسر جي گهرو ويڙهہ سبب هي شهر ختم ٿي ويا. سومرن کانپوءِ سمن جي صاحبيءَ ۾ هنن پنهنجي گاديءَ جو هنڌ 'ساموئي' بنايو جيڪو اڄ ننڍڙي ڳوٺ جي صورت ۾ ٺٽي کان ڏيڍ ڪوهہ (ٽن ميلن) جي پنڌ تي مڪلي ٽڪريءَ جي اُتر طرف موجود آهي. ڪنهن زماني ۾ درياهہ بہ اتان وهندو هو پاڻيءَ جي سهنج ۽ سهولت ڪري هن کي تختگاهہ بنايو ويو جن 'ماموئي' فقيرن جو اڳڪٿيون مشهور آهن، سي بہ هتان جا ڇپيا وڃن ٿا.

'تحفة الکرام' ۾ روايت آهي تہ جام بابيني اهو شهر آباد ڪيو هو ڪن جو چوڻ آهي تہ هي شهر يانينہ (ينيي) بن انڙ جو بڏايل آهي، جيڪو فيروز تغلق جي دور (91-790 هجريءَ) ۾ آباد ٿيو هو جڏهن سمن سنڌ تي قبضو ڪيو، ان وقت مڪلي تي قلعو ۽ شهر آباد ڪري ان تي 'ساموئي' نالو رکيو ويو هيءُ سرزمين هن وقت ويران پئي آهي. شيخ جهنڊي پاٽيءَ جي مزار انهيءَ ايراضيءَ ۾ آهي. ستن ستين پينرن جي

زيارتگاهه به هتي آهي. ڄام نظام الدين عرف ڄام نندي (1508-1461) پنهنجي گاديءَ جو هنڌ ڦيرائي ٺٽو ڪيو ته ساموئيءَ جي اهميت گهٽجي وئي ۽ اڳتي هلي هي شهر ويران ٿي ويو.

**سام ويد** (ڌرمي ڪتاب): 'سام ويد' هندن جو قديم مذهبي ڪتاب آهي. 'سام' سنسڪرت جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ: 'سانت ڏيندڙ'، 'دل ٺاريندڙ' يا 'سڪون ڏيندڙ' آهي. سام ويد ۾ ايشور (ڀڳوان) جي پوڄا ۽ سوم يگيه بابت ڀڄن (Psalms) ڏنل آهن، جيڪي گهڻو ڪري سمورا رگ ويد مان ورتل آهن. ان ڪري رگ ويد کان وڌيڪ تاريخي احوال هن ويد ۾ نٿو ملي، باقي نندي ڪنڊ جي راڳ جي تاريخ ۽ قدامت هن ويد مان ملي ٿي. سام ويد جو گهڻو حصو منترن تي مشتمل آهي، جيڪي سنسڪرت ۾ آهن. هندو ڌرم وارن جو عقيدو آهي ته سام ويد جا منتر من کي سڪون ۽ روح کي راحت ڏين ٿا، ان ڪري هن ويد تي 'سام ويد' نالو پيو. هي منتر، جيڪي پروهت اُچاريندا هئا، تن کي 'اُدگهات' سڏبو هو. روايت آهي ته هندن ۾ ڀڄن ڳائڻ جو رواج 'سام ويد' جي وقت کان پيو. هن ويد جا منتراج به پنڊت ۽ پروهت اُچاريندا آهن. جيڪي هَونَ، يگيه ۽ ٻين موقعن تي چيا ويندا آهن. رگ ويد ۽ يجر ويد ڪانپوءِ هي ٽيون ويد به ق. م دؤر جو آهي، جيڪو هندستان ۾ لکيو ويو.

سام ويد جي منترن کي 'سامن' (Psalms) ان ڪري چئجي ٿو جو اهي وزن تي جڙيل آهن ۽ سُر سان آلاپيا آهن. ان کانسواءِ سام ويد ۾ انسانن ۽ ديوتائن جا لڇڻ ڏنا ويا آهن. انهن ۾ زندگي گذارڻ جو ويدانتي فلسفو به موجود آهي. سام ويد ۾ يگيه جا قسم ۽ طريقا به ملن ٿا. هن ويد جي هڪ ڀاڱي ۾ 'وراتيه ستوم' (Vratya Stoma) جو ذڪر آهي، جيڪو شڌ ڪرڻ جو هڪ يگيه هو، جنهن موجب ماڻهن کي پوتر ڪري ٻئي ڪنهن ڌرم يا مَت مان سناتن ڌرم ۾ آندو ويندو هو.

سام ويد جي هڪ حصي ۾ 'گنڌروَ ويد' (Music) آهي، جنهن جا به ڀاڱا آهن. ڀاڱي پهرئين ۾ عام ماڻهن جي دل وندرائڻ لاءِ راڳ ۽ راڳڻين جا قسم ڏنل آهن ۽ ٻئي ڀاڱي ۾ ويدڪ راڳ ۽ سُر ڏنل آهن. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته علم موسيقيءَ جو فن ان زماني ۾ به اوج تي هو. هن زماني ۾ سنڌو ماٿر ۽ خاص ڪري موجوده پنجاب ۾ راڳ زور ورتو.

**سامي** (ديهه): تعلقي گنبٽ، ضلعي خيرپورميرس جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سامي، ڪوڪر پريو، گاجي هتار، دائود سيال، قائم هتار ۽ محمد هتار.

**سامي ٻوليون**: ٻولين جو هڪ اهڙو گروهه، جيڪو ڪنهن زماني ۾ ميسوپوٽيما، سمير، اتر اڀرندي سائيريا، وچ اوڀر ۽ ڏکڻ آفريڪا، صوماليه، اٿوپيا، ڀونوچ سمنڊ کان وٺي ترڪي، مصر، لبنان ۽ اسرائيل ۾ ڳالهايو ويندو هو. خيال ڪيو وڃي ٿو ته انهيءَ گروهه جون ٻوليون ڳالهائيندڙن جو تعداد 270 ملين جي لڳ ڀڳ هو.

سامي ٻولين کي ايفرو- ايشيائي ٻولين جي شاخ سمجهيو وڃي ٿو. موجوده دور ۾ سامي نسل جي ٻولين مان عربي هڪ اهم ٻولي آهي. عربي ڳالهائيندڙن جو تعداد 200 ملين، امهيري (Amhairi) ٻوليءَ جي مقامي ڳالهائيندڙن جو تعداد 27 ملين، عبراني ڳالهائيندڙن جو تعداد 7 ملين ۽ تغرينيا (Tigrinya) ڳالهائيندڙن جو تعداد 6.7 ملين آهي. هنن ٻولين جو قديم زماني کان پنهنجا مخصوص رسم الخط رهيا آهن، جنهن ۾ اڪادي ۽ ايبليٽ (Eblaite) شامل آهن ۽ هي ٻوليون ٽين هزاري ق. م جي وچ ڌاري ميسوپوٽيما ۽ اڀرندي ڀونوچ سمنڊ وارن علائقن (لبنان، مصر ۽ اسرائيل) ۾ سميري ميخي خط (cuneiform) ۾ لکيون ويندڙيون هيون، جنهن اڳتي هلي ابجدي خط جي نموني جي صورت اختيار ڪئي. سامي ٻولين جا وينجڻ (consonants) گهڻو ڪري بنيادي معنيٰ ڏيندا آهن. سامي ٻولين جي سٽ مان فونيقي، يوگاريٽي (Ugaritic)، آرامي (Aramaic)، عبراني (Herbew)، شامي (Syriac)، عربي (Arabic) ۽ ڏاکڻيون عربي (South Arabic) ٻوليون، اهڙيون ٻوليون آهن، جن کي پنهنجو رسم الخط آهي. غعز (ge'ez) نالي رسم الخط، اٿوپيائي ۽ اريٽيائي سامي ٻولين جي لکڻ لاءِ ڪتب اچي ٿو اهو خط ابجدي (abugida) خط آهي. مالتي ٻولي واحد ٻولي آهي، جيڪا لاطيني (Latin) خط ۾ لکي وڃي ٿي ۽ اها واحد سامي ٻولي آهي، جيڪا يورپي يونين جي سرڪاري ٻوليءَ طور لکي وڃي ٿي.

سامي ايفرو- ايشيائي ٻولين جي وڏي خاندان جي هڪ ٻولي آهي. سامي شاخ کان سواءِ پنجن يا ان کان مٿي ٻين ٻولين جون شاخون به آفريڪا ۾ ڳالهايون وڃن ٿيون. انهيءَ ڪري قديم سامي نسل جي ماڻهن لاءِ ائين سمجهيو وڃي ٿو ته اهي پهريان ماڻهو هئا، جيڪي آفريڪا مان وچ اوڀر ۾، ڏکڻ آفريڪا کان آيا. اهي پٿر- ڌاتو دؤر (Neolithic) ۾ آيل چيا وڃن ٿا. يعني انهن لوڪن جو دؤر چار هزار ق. م ڪٿيو ويو آهي. انهن آڳاٽين سامي نسل جي ٻولين (Proto-Semitic) مان ٻيون ڪيتريون ٻوليون پوءِ پيدا ٿيون. اهڙي ئي سامي نسل جي ماڻهن مان اڪادي (جيڪي ميسوپوٽيما ۽ بابل جا رهاڪو هئا) به هڪ نسل آهي، جيڪو ميسوپوٽيما جي رڻ مان نڪري اولهه طرف ويو. سنڌن رڪارڊ 2900 ق. م جي تحريرن ۾ ملي ٿو. اهي تحريرون ميسوپوٽيما مان مليون آهن.

هن وقت لسانيات جا ماهر سامي ٻولين جي ڇهن شاخن تي يڪراءِ نظر اچن ٿا: (1) اڀرندي سامي (East Semetic)، (2) اتر الهندي سامي (North West Semetic)، (3) عربي (Arabic)، (4) قديم ڏاکڻي عربي (Old South Arabian)، (5) جديد ڏاکڻي عربي (Modern South Arabian)، (6) اٿوپيائي (Ethopic). انهن ڇهن ئي ٻولين جون وري الڳ الڳ شاخون آهن، جن ڇهن ئي شاخن تي عالمن جا بحث جاري آهن.

ڪن جو چوڻ آهي ته اهي الڳ ٻوليون آهن. ڪن جو چوڻ آهي ته اهي لهجا آهن. خاص طور تي عربي، آرامي ۽ جارجي (Gurge) ٻولين تي اعتراض ۽ بحث موجود آهن. ان لاءِ انهن گروپن جي وڌيڪ شاخن تي اڃا ڪو يڪراءِ فيصلو نه ٿيو آهي.

سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد جي ڏس ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو ابتدائي نظريو هو ته سنڌي ’سامي ست‘ جي ٻولي آهي. ابو جلال ندويءَ جو به خيال هو ته ’سنڌي ۽ سامي‘ هڪ ئي گروهه جون ٻوليون آهن ۽ اصل سنڌ کان اوڏانهن ويون. سمير ۽ بابل سان سنڌو تهذيب جي هڪجهڙاين ۽ سنڌو لکت وارين 30 مهرن جي ان خطي مان ملڻ سان جتي اهو ثابت ٿيو ته هنن ٻن خطن جا پاڻ ۾ واپاري ۽ ثقافتي لاڳاپا هئا، اتي انهيءَ خيال به جنم ورتو ته سندن ٻوليون به هڪ ئي گروهه سان تعلق رکندڙ هيون.

سامي زبانون دنيا جي قديم زبانن مان آهن. ’سامي‘ لفظ ’سام‘ مان نڪتل آهي، جيڪو حضرت نوح عليہ السلام جي پٽ جو نالو هو. هي لفظ ڪيترين ئي معنائن ۾ ڪتب اچي ٿو. جهڙوڪ: سامي نسل، سامي ٻوليون، سامي تهذيب، سامي مذهب وغيره.

’ايشهورن‘ سڀ کان اڳ هي لفظ انهن قومن لاءِ استعمال ڪيو، جيڪي پاڻ ۾ هڪجهڙائي ۽ رشتو رکندڙ هيون. اهي ٻوليون سماجي طور طريقن جي نسبت سان پاڻ ۾ هڪجهڙائي رکندڙ هيون. پروفيسر واءِ ايس. طاهر عليءَ جي راءِ موجب: ”جيئن ته عرب، يهودي، بابلي، اشوري ۽ فينيقي ڪنهن وقت هڪ ئي ٻولي ڳالهائيندا هئا، انهيءَ ڪري انهن قومن کي ’سامي ٻولين جو گروهه‘ سڏيو ويندو هو. اهو به چيو ويو آهي ته اهي سمورا ماڻهو جيڪي سامي ٻوليون ڳالهائين ٿا، سي هڪ مورث اعليٰ ’سام‘ جو اولاد آهن، پر اهو خيال علم الانسان، علم الانساب توڙي علم اللسان جي نقطہ نظر کان درست نه آهي. بلڪ اهو جاگرافيائي ۽ سياسي معيار تي ٻڌل آهي.

سامي ٻولين جي گهر، اصل نسل، پيدائش ۽ بڻ بنياد بابت ڪيترا متضاد نظريا آهن. هڪ ماهر جو خيال آهي ته ’اهي قومون ڪئسپين سمنڊ جي ڏکڻ يا ڏکڻ اولهه ۾ رهنديون هيون. ٻئي ماهر مطابق ’بابل‘ سندن رهڻ جي جاءِ ۽ گهر هو. پر صحيح نظريي موجب ’عربستان‘ کي سامي ٻولين جو خطو قرار ڏنو وڃي ٿو جيڪڏهن سهولت خاطر سامي ٻولين کي مختلف علائقن ۾ تقسيم ڪجي ته انهن کي اتر اوڀر، اتر اولهه ۽ ڏکڻ جي ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. جنهن موجب اتر اوڀر ۾ اشوري (اسيري) ٻوليون ڳالهايون وينديون هيون. اتر اولهه ۾ آرامي ۽ ڪنعاني ٻوليون غالب هيون. هنن ٻنهي خطن کي پنهنجون مقامي ٻوليون به هيون. اتر اولهه خطي ۾ فقط به مقامي ٻوليون عبراني ۽ فينيقي استعمال ٿينديون هيون. ڏکڻ ۾ وري عربي، حبشي ۽ حميري ٻوليون ڳالهايون وينديون هيون.

سامي ٻولين جي ادب ۾ پهرين فوقيت ’عربي ادب‘ کي آهي، جنهن بعد عبراني، سرياني ۽ حبشي ادب اچي وڃن ٿا. عمر جي لحاظ کان سامي ٻولين ۾ سڀ کان قديم ٻولي ’اڪادي‘ اشوري آهي، جنهن بعد ٻي قديمي ٻولي ’آرامي‘ آهي، جنهن مان ’بابلي‘ ۽ ’سرياني‘ ٻولين جنم ورتو. جنهن کانپوءِ ڪنعاني ٻولي آهي، جنهن مان ’فنيقي‘ ۽ ’عبراني‘ ٻوليون پيدا ٿيون. ڏکڻ واري ڀاڱي جي سامي ٻولين مان پهرين قديم ٻولي ’حميري‘ آهي، جنهن کانپوءِ ’عربي‘ ۽ ’حبشي‘ ٻولين جو وارو اچي ٿو. 2000 ق. م کان 500 ق. م تائين ’اشوري‘ ڳالهائي ويندي هئي، ’آرامي‘ شام ۽ بابل ۾، ’عبراني‘ فلسطين ۾، ’فنيقي‘ قبرص ۾، ’ڪارسيڪا‘ ۽ ’ميجورڪا‘ الجزائر، ڏکڻ اندلس ۽ فرانس ۾ ڳالهايون وينديون هيون، جڏهن ته ’عربي‘ ٻولي حجاز، نجد ۽ عمان ۾ ڳالهائي ويندي هئي ۽ ’ڏاکڻي عربي‘ ٻولي يمن ۽ حضرموت ۾ ڳالهائي ويندي هئي. جنهن کانپوءِ 500 ق. م کان 700 عيسوي سن جو دور به قابل ذڪر آهي. هن عرصي ۾ بابلي ۽ اسيري تهذيبون ختم ٿي چڪيون هيون. آرامي تهذيب وڪ وڌائي، اسيري ۽ بابلي تهذيب واري خطي جي حڪومت تي قبضو ڪيو. انهن ايشيا مائينر جو ٽڪرو به هٿ ڪيو هو. اهڙيءَ طرح ’عبراني‘ پنهنجو اثر وڃائي ويٺي ۽ فنيقي زبان رومي سمنڊ جي ڀيٽن، ڏکڻ فرانس ۽ اندلس ۾ آهستي آهستي پنهنجو اثر وڃائڻ لڳي. انهيءَ دور ۾ ’آرامي‘ ٻولي بابل ۽ شام ۾ ڳالهائي ويندي هئي، جتي غستاني ۽ لخمي به حڪومتون قائم هيون ۽ عربي ٻوليءَ جو اثر رسوخ وڌيو. حجاز، نجد ۽ عمان ۾ ’عربيءَ‘ کي عام گفتگوءَ واري ٻوليءَ جي حيثيت ۽ اهميت حاصل رهي. ڏکڻ عربي ٻولين جو اثر به ساڳيءَ ريت قائم رهيو. حبش ۽ سوماليه جي سرزمين ۾ ’حبشي‘ نالي هڪ ڏکڻ عربي ٻوليءَ جنم ورتو.

**ساميءَ تي هڪ نئين نظر** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميار اديب تاج جويي جو ترتيب ڏنل آهي، جنهن جو مهاڳ به مرتب خود لکيو آهي، جنهن ۾ ساميءَ جي شاعريءَ ۽ ساميءَ بابت ٿيل تحقيقي ڪم جي ڇاڻ ڏيندي افسوس جو اظهار ڪيو ويو آهي ته سامي، سنڌي ڪلاسيڪي شاعرن جي ٽمورتيءَ جو اهم رڪن هوندي به، ڪيس هندو هئڻ ڪري وڏيءَ حد تائين نظرانداز ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ مهاڳ سميت 19 تحقيقي مقالا ۽ مضمون آهن، جن جا ليکڪ تاج جويو، محمد ابراهيم جويو، اي.جي.اتم، ڪيرت ٻاٻاڻي، تنوير عباسي، جيٺمل پرسرام، ڪيئلداس فاني، ڪلياڻ آڏواڻي، هري دلگير، ڊاڪٽر يشودرا واڌواڻي، ممتاز پٺاڻ، ڊاڪٽر موتي پرڪاش، قريشي حامد علي خانائي، ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، آسانند مامتوراءِ، رحيم بخش ميمڻ، ڪرشن راهي، انيس انصاري ۽ ڊاڪٽر مُرليڌر جيٽلي آهن. ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب 188 صفحن تي مشتمل آهي. ڪتاب فيبروري 2002ع ۾ پريم ساگر پبليڪيشن، ڪراچيءَ مان ڇپجي پڌرو ٿيو ۽ ڪتاب جي قيمت 125 روپيا آهي.



**ساميءَ جا چونڊ سلوڪ** (ڪتاب): هي ڪتاب ديوان واڌو مل مولچند، راءِ بهادر ڪوڙي مل چندن مل جي ڪتاب/ اصل مسودي تان اخذ ڪري



ترتيب ڏنو هو. ڪتاب ۾ ساميءَ جي سلوڪن کي موضوع وار ترتيب ڏئي، معنيٰ سان سمجهايو ويو آهي. ڪتاب جو مهاڳ وشن آءِ. جڳتياڻيءَ جو لکيل آهي. ان کان سواءِ ٻيا مضمون ۽ مقالا: 'سامي جي سلوڪن جو تاتپرج' (رشي ڏيارام پرسرام)، 'ساميءَ جو جيون چرتر' (پروفيسر ڪلياڻ بي. آڏواڻي) ۽ هڪ ضخيم مقالو 'پرميشور جي پراپتيءَ جون پؤڙيون' (واڌو مل مولچند جو) شامل آهن. هن ڪتاب جي آخر ۾ سنسڪرت جي ڏکين لفظن جي معني پڻ ڏنل آهي، جيڪي ساميءَ جي سلوڪن ۾ استعمال ٿيل آهن. هي ڪتاب مختصر، پر ساميءَ جي زندگي، شاعري ۽ شاعراڻين خاصيتن کي سمجهڻ لاءِ نهايت ئي عمدو آهي. مسٽر واڌو مل مولچند جي وفات کانپوءِ ڪوڙيمل سنڌي ساهتيه منڊل جي سيڪريٽري، هري سندر روپچند، سنڌي شاگردن جي تعليمي ڪوٽ کي پورو ڪرڻ لاءِ ڇپائي پڌرو ڪيو.

ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ ڪُل 198 صفحا آهن. هي ڪتاب پهريون ڀيرو 1946ع ۾، ڪوڙي مل سنڌي ساهتيه منڊل (سڏار سيا، حيدرآباد، سنڌ) طرفان ڇپجي پڌرو ٿيو. ڪتاب جي قيمت 4 روپيا ڄاڻايل آهي.

**ساميءَ جا سلوڪ** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي بلند پايه ويدانتي شاعر، ڀائي چين راءِ ساميءَ جي سلوڪن تي مشتمل آهي. ساميءَ جا سلوڪ هند توڙي سنڌ ۾ گهڻو مشهور آهن. ساميءَ جي شاعريءَ تي ڪجهه تحقيقي ڪم ورهاڱي کان اڳ ٿيو، پر بعد ۾ شڪارپور هر جي مشهور تعليمي اداري سي اينڊ ايس ڪاليج جا ٻه نامور استاد ۽ محقق پروفيسر جهامنداس دوارڪا داس ۽ ڀوڄراج هوتچند ناگراڻي پنهنجي پنهنجي سر ساميءَ تي تحقيق جو ڪم ڪري رهيا هئا، پر ورهاڱي سبب اهو ڪم مڪمل نه ٿي سگهيو ۽ نه ئي شايع ٿي سگهيو. ڪجهه عرصي کانپوءِ ڀوڄراج هوتچند ناگراڻيءَ جي محنت سن 1955ع ۾ پهريون ڀيرو بمبئيءَ مان 'ساميءَ جا سلوڪ' (پهريون ڀاڱو) شايع ٿيو، پر جهامنداس ڀاٽيا جو ڪم ڪمپڻ ۾ ئي رهجي ويو. 'ساميءَ جا سلوڪ' ڪتاب ڀوڄراج هوتچند ناگراڻيءَ جي محنت جو ڦل آهي، جيڪو قابل تحسين ڪم آهي. ڪتاب ۾ 'گذارش' نالي عنوان هيٺ ناشر لکي ٿو ته، "سنڌي ادب ۾ شاهه، سچل ۽ سامي هڪ اهڙي تثليث آهي، هڪ اهڙي ته مورتي آهي، جنهن ۾ سنڌي تهذيب ۽ سنڌي قوم جي تمدني بنياد جو روح يا نچوڙ نظر اچي ٿو. اسان جي هنن ٽن شاعرن اسان جي ٻوليءَ کي نئين حياتي ڏني، ان کي جيئرو رهڻ سيکاريو ۽ اهو ثابت ڪيو ته هيءَ ٻولي دنيا جي انهن اعليٰ ٻولين مان هڪ آهي." 436 صفحن تي ڊيمي سائيز ۾ هي ڪتاب 'سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت' 1978ع ۾ شايع ڪيو. جنهن جي قيمت 40 روپيا آهي.

**ساميءَ جو دڙو** (ماڳ): بدين جي ڏکڻ اولهه ۾ 6 ميلن جي فاصلي تي زمين کان 8 فوٽ اوچي دڙي جي صورت ۾ هي ماڳ موجود آهي. ڳوٺ ڦتن پرهياڙ جي اولهه ڏکڻ طرف ڳڻي ڍوري جي ڪاپي ڪناري تي هي دڙو چوڪڙيءَ تي پکڙيل آهي. روايت آهي ته هن دڙي تي ڪنهن وقت ڪو سامي رهندو هو، جنهن کي محمود درس (سمي) ٻانهاڻيءَ مات ڪيو هو. هن دڙي تي هينئر قبرستان آهي ۽ سيد حسن رح جي درگاهه به هن دڙي تي آهي. هي اسلامي دور جو دڙو آهي.

**سامي چٽنراءِ لنڊ**: سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جي ٽمورتيءَ جي عظيم شاعرن ۾ شاهه لطيف ۽ سچل سرمست کانپوءِ ٽيون نالو 'سامي' (ڀائي چٽنراءِ لُنڊ) جو اچي ٿو. شاهه، سچل ۽ سامي، سنڌ جي تاريخ ۾ هڪڙي ئي سماجي ۽ سياسي دؤر (1689- 1850) جا، ذري گهٽ هڪبئي جا همعصر ۽ سهيوڳي شاعر آهن. سچل ۽ سامي، ٻاروتڻ لنگهي، بلوغت جي منزل تي پهچڻ وارا هئا ته شاهه صاحب هن دنيا مان



ساميءَ جي هڪ خيالي تصوير

رحلت ڪئي. سچل، سامي ۽ ڪانئن پوءِ جي شاعرن تي شاهه لطيف جي شاعريءَ جو اثر موجود آهي، ان ڪري سنڌي شاعريءَ جي روايت ۾ تحرڪ آيو. سچل ننڍڙو هو ته شاهه صاحب، سندس ذهانت کي پرکي چيو هو ته: "اسان جي رڌل ڪُني جو ڍڪڻ هيءُ ڇوڪرو لاهيندو." نه صرف ايترو، پر ساميءَ جي ويدانتي ڪلام تي به شاهه جي بيتن جو اثر ملي ٿو. شاهه صاحب جي شاعريءَ جي بلند پايه فڪر ۽ اعليٰ فلسفي جو اثر قبوليندي، بلڪ ان جو تسلسل برقرار رکندي، سچل ۽ ساميءَ به پنهنجي شاعريءَ ۾ ساڳيءَ روايت يعني تصوف ۽ ويدانت جي فڪري

واڌاري ۾ پنهنجو تاريخي ڪردار ادا ڪيو، اُن ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ هي ٽيئي شاعر پنهنجي دور جا ڪامل ۽ صوفي شاعر هئا.

پائي چئنراءِ لنڊ ’سامي‘، 1743ع ۾ بچومل جي گهر ۾، سنڌ جي علم و ادب جي گهواري، شڪارپور شهر ۾ پيدا ٿيو. سندس والد بچومل سُڪيو ستابو واپاري شخص هو. اهو دؤر ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جو هو. سامي، ٽالپرن جي صاحبيءَ وارو سمورو عرصو حيات رهيو ۽ 107 ورهين جي ڄمار ۾، 1850ع ۾، انگريزن جي سنڌ جي قبضي کان 7 سال پوءِ لاڏاڻو ڪيائين.

سامي‌ءَ جو تعليم ڏانهن ننڍپڻ کان ئي لاڙو هو. پروفيسر چينمل پرسرام ڄاڻايو آهي تہ هن گرمکيءَ جي بنيادي ڄاڻ حاصل ڪري، اباڻي ڪرت ڪپڙي جو واپار شروع ڪيو. ان زماني جي رواج موجب سامي‌ءَ جي شادي ننڍي هوندي ڪئي وئي. پنهنجي گهر جي گذرسفر لاءِ هو شڪارپور جي سيٺ ٽنڊر ملاڻيءَ وٽ ڪم ڪندو هو، جنهن جا ايران جي شهر خراسان سان واپاري ناتا هئا. هو اُتان ڪپڙو ۽ ٻيو مال گهرائيندو هو ۽ اُتي مال موڪليندو هو. سيٺ ٽنڊر ملاڻي، پائي چئنراءِ کي اُجرت طور جيڪي ڪجهہ ڏيندو هو، اُن تي هو خوش ۽ شاڪر رهندو هو.

تن ڏينهن ۾ بهاولپور جي پرواري ڳوٺ احمدپور جو هڪ سنت سوامي مينگهراج، شڪارپور شهر ۾ هاٿي در تي هيمنداس جي مڙهيءَ ۾ اچي رهيو هو. جيڪو سنسڪرت جو ڄاڻو ۽ ويدانت جو وڏو پرچارڪ هو. سندس سُٺي سڀاءَ ۽ ڄاڻ کان متاثر ٿي، شهر جا ساڌو ۽ سنت وٽس ايندا رهندا هئا. سامي‌ءَ کي جڏهن اهڙي مهاپرش جي خبر پئي، تڏهن وٽس هلي ويو ۽ ساڻس رهاڻ ڪري، سندس من کي سنتوش مليو ۽ کيس گرو ڪري مڃيائين. اها خبر نہ آهي تہ سامي‌ءَ ۽ سوامي مينگهراج جي ملاقات ڪڏهن ٿي. سامي ڪجهہ ورهيہ ساندهہ ويدانت جي وديا ورتي. ان کانپوءِ هو پنهنجي پتنيءَ سان گڏ تيرٿ ياترا تي امرتسر هليو ويو، جتان موٽڻ کانپوءِ چاليهن ورهين جي ڄمار ۾ مٿس ذات، شاعريءَ جي روپ ۾ سانوڻيءَ جي مينهن وانگر لٿي.

سامي چئنراءِ جي سلوڪن جي اپياس مان پتو پوي ٿو تہ سامي، ننڍي کنڊ جي شاعرن ۾ وڏو مقام رکي ٿو. ناميارو اسڪالر عبدالڪريم سنديلو لکي ٿو تہ، ’شاهہ پٺائي تہ سنڌ جي شاعرن جو سرتاج آهي، پر سامي بہ سامي آهي، شاهہ جو پاسو جهليو اچي، سندس ڪلام ۾ معنيٰ جا موتي مڙهيل آهن. جن جي سونهن ۽ سوڀيا، چمڪ ۽ ڏمڪ ڪري، ادب جو چهرو پيو ٻهڪي. ڇا خيالن جي فراواني، ڇا انوکين تشبيهن جي ارزاني، مطلب تہ ڇپي ڇپي تي فصاحت ۽ بلاغت سان گڏ واهڙ وهائي، ادبي ميدان کي رڱي ريٽو ڪري ڇڏيو اٿس. جهڙيءَ طرح شاهہ لطيف پنهنجن بيتن لاءِ چيو آهي تہ: ’جي تو بيت ڀانئيا، سي آيتون آهين‘، تهڙيءَ طرح سامي‌ءَ بہ پنهنجن سلوڪن لاءِ چيو آهي تہ، ’ويدن جو ويچار، سنڌيءَ ۾ سُڻايم.‘ ائين ئي جيئن شاهہ لطيف جي فڪر جو محور تصوف آهي، تيئن سامي‌ءَ جي سنديش جو مرڪزي نقطو ويدانت آهي.

سامي، پنهنجي مرشد/ گروءَ کي عزت ۽ شرف ڏيندي، ’سامي، ڀانيڻ، مينگهو‘ وغيره تخلص اختيار ڪيو. جنهن جو اظهار سامي‌ءَ پنهنجي هڪ سلوڪ ۾ هن طرح ڪيو آهي:

’پرينءَ ڏريو ڀانهنجو، نماڻي تي نانوَ‘

سامي‌ءَ پنهنجي هستي پنهنجي گروءَ ۾ گم ڪئي. سندس ڪلام ’سامي‌ءَ جا سلوڪ‘ سڏجي ٿو سامي ان کان ڏهہ سال، سوامي مينگهراج جي صحبت ۾ رهڻ ۽ امرتسر جي سيرسفر کانپوءِ چاليهن سالن جي ڄمار ۾ شاعري ڪئي. هن ان عرصي دوران ڪافي سلوڪ شڪارپور ۽ امرتسر ۾ لکيا، جيڪي فن ۽ فڪر جي لحاظ کان نہ رڳو بي مثل آهن، پر مقدار جي خيال کان پنهنجو مٽ پاڻ آهن. سامي‌ءَ جي سلوڪن جو گهڻو ذخيرو شڪارپور مان مليل معلوم ٿئي ٿو.

لطف الله بدويءَ، سامي‌ءَ لاءِ لکيو آهي تہ ”هن جي پنهنجي وڏي همعصر ۽ صوفي ولي الله حضرت امين شاهہ صاحب چشتيءَ سان بہ صحبت رهي آهي. هيءَ ڳالهہ ناممڪن نہ آهي، ڇو تہ ويدانت ۽ تصوف ۾ انسان دوستي ۽ بندگيءَ جا عنصر ساڳيا آهن. ’سامي‘ ذات پات جي ٻنڌڻ کان آجو ۽ ڇوت ڇات ۽ اوچ نيچ کان پري هو.“

بدوي صاحب لکيو آهي تہ، ”پائي چئنراءِ، فقط ست مارگ جو پانڌيئڙو نہ هو، پر ظاهر طور دنياوي رسم کي بہ پورو ڪندو هو. هن کي (شڪارپور جي) شاهي بازار ۾ ڪپڙي جو دڪان هو... هڪ دفعي هڪ اڇوت عورت پنهنجي معصوم ٻار کي هنج ۾ ورتيون بازار مان ٿي گذري، جڏهن سامي‌ءَ جي دڪان کان ٿورو مفاصلي تي وئي تہ اچانڪ سامهون ايندڙ ڪنهن گاڏيءَ سان ٽڪرجي پئي ۽ بيهوش ٿي وئي. سندس معصوم ٻار کي پڻ چوٽ آئي، جنهنڪري هُو دانهون ڪرڻ لڳو. رڳهو مل نالي ڪاپڙي جنهن جي دڪان سامهون اهو واقعو پيش آيو، سو هڪ جاءِ بُت وانگر ڏسندو رهيو، جيئن تہ هوءَ اڇوت هئي. ان ڪري کيس هٿ لائڻ مها پاپ يعني ڪبيرو گناهہ ٿي ڄاتو ويو. سامي‌ءَ ڊوڙ پائي ان بيهوش عورت کي ڪٽي هوش ۾ آڻڻ جا جتن ڪرڻ لڳو. جڏهن اها عورت سامت ۾ آئي، تڏهن واپس موٽي اچي پنهنجي جاءِ تي ويٺو. هن واقعي سامي‌ءَ جي دل کي ڏک پهچايو. جنهن جي شڪايت هن سلوڪن ۾ ڪئي آهي. جي اهڙي لمحي ۾ بہ انسان ذات جي خدمت کان ڇرڪي ۽ لنوائي بيٺا هئا:

نيهن بنا نادان، ويد پڙهي وادي ٿيا،
ڀانيڻ ڪن ڀيائي، جپ تپ دان اَشنان،
پنهنجي نارائڻ ريءَ، ٻي سُڌ رکن ڪانہ،
رهن منجهہ جهان، پر پکش نيارا نيپ جا.

-

سيوا منجهان جن، لڌو لعل اڻ ملهو،
سامي سڪ سچيءَ سان، سدا سيوا ڪن،
لٿيون، مارون، موچڙا، سيئي سر سهن،
پوءِ ٿارنگ رچن، انئي پهر عجيب جي.

ساميءَ جي شڪارپور ۾ رهائش ۽ خاندان بابت مختلف روايتون ملن ٿيون. خانبهادر محمد صديق ميمڻ لکيو آهي ته، ”ساميءَ جو فقط هڪڙو پٽ هو ڀائي گھنشامداس، جو گھڻو ڪري امرتسر ۾ گذاريندو هو. جنهن 72 ورهين جي ڄمار ۾ ديهانت ڪئي.“ پروفيسر چيتنمل پرسرام ڄاڻايو آهي ته، ”سامي شڪارپور جي شهر ۾ جنم ورتو... سندس پوين جي رهڻ جو مکيہ آستان امرتسر آهي. شڪارپور جي شهر ۾ بہ ڪويءَ (شاعر) جي مائٽاڻي جاءِ هئي... جتي ’ساميءَ جو کوهہ‘ موجود آهي. ڪن جو رايو آهي ته انهيءَ مڪان تي سامي گذاريندو هو. سندس ڏنڏو امرتسر ۾ هو. ان حوالي سان سنڌ ۽ پنجاب (امرتسر)، ساميءَ جا گهر هئا.“ لطف الله بدويءَ پڻ ساميءَ جي يادگارن مان هڪ يادگار ڄاڻايو آهي. شڪارپور ۾ اڄ بہ ساميءَ جي نالي سان هڪ محلو يادگار موجود آهي، جنهن کي ’سامي شير‘ سڏيندا آهن.

ڀائي چئنراءِ سامي پنهنجن سلوڪن جو ڪو گرنٿ يا پستڪ ڪونہ جوڙيو هو پر سندس سلوڪ گرمکي لپيءَ ۾ لکيل مليا هئا، جيڪي هو چون ٿا ته مٽ ۾ وجهندو ويندو هو.

ساميءَ جي سلوڪن ۽ زندگيءَ تي ورهاڱي کان اڳ ڪجهہ تحقيقي ڪم ٿيو. شڪارپور جي مشهور سي اينڊ ايس ڪاليج جا ٻہ استاد ۽ ليکڪ: پروفيسر جهامنداس ڀاٽيا ۽ پوجراج ناگراڻي، ساميءَ تي تحقيقي ڪم ڪري رهيا هئا، پر ورهاڱي سبب ڪم پايہ تڪميل تي نہ پهتو. البت پوجراج ناگراڻيءَ جي محنت سان، 1955ع ۾ پهريون پيرو بمبئيءَ ۾، ’ساميءَ جا سلوڪ‘ (ڀاڱو پهريون) پڌرو ٿيو ۽ جهامنداس ڀاٽيا جي تحقيق اشاعت هيٺ اچي نہ سگهي. هنن ٻنهي صاحبن جي تحقيق ڪانسواءِ ورهاڱي کان اڳ ’سنڌو‘ ۽ ٻين رسالن ۾ ساميءَ بابت اديبن جا ڪجهہ ليک/ مضمون ملن ٿا، جن ۾ پروفيسر شيوارام ڦيرواڻي، چيتنمل پرسرام گلراجاڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن.

پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي ’سامي صاحب جا سلوڪ‘ عنوان هيٺ لکي ٿو ته، ”سامي صاحب جي سلوڪن لکڻ جو نمونو حافظ شيرازيءَ (عجم جي مشهور شاعر) جهڙو هو. سامي صاحب پنهنجا سلوڪ ڪاغذن جي چٽڪين تي لکي، هڪ مٽ ۾ داخل ڪري ڇڏيندو هو چون ٿا ته مشهور فارسي شاعر حافظ پنهنجا غزل ٺڪرين تي لکي مٽ ۾ وجهندو ويندو هو. سامي صاحب جو ڪلام سندس فرزند ڀائي گھنشامداس ڪٺو ڪيو جيئن حافظ جو ديوان سندس گهري دوست محمد گل اندام گڏ ڪيو.“ سرڳواسي راءِ بهادر ڪوڙي مل چندن مل جي تحقيق موجب ساميءَ اٽڪل 6750 سلوڪ چيا هئا، جن کي ديوان خود وڏيءَ محنت ۽ مشقت سان گڏ ڪري ڇپايو هو. ساميءَ جي چالاڻي ڪانپوءِ پروفيسر چيتنمل پرسرام جي لکڻ موجب ساميءَ جون مٽڪي واريون ’سلوڪي چٽڪيون‘ گم هيون.

ڀائي مولچند ڪوئيٽا واري پنهنجي گرمکي گرنٿ ۾ لکيو آهي ته، پوءِ سُڌ ملي ته اهي چٽڪيون هڪ ساڌ کي هٿ آيون، جو شڪارپور جي پرواري ڳوٺ ڳڙهي ياسين ۾ ڪٽي آيو ۽ پڇا بعد ڳڙهي ياسين جي هڪ ٽڪاڻي مان ڪجهہ عدد چٽڪيون هٿ آيون. ڀائي مولچند جي چوڻ موجب ساميءَ نہ رڳو بيت (سلوڪ) چيا، پر ڪافيون ۽ شبد بہ چيا. بهرحال ساميءَ جي شاعريءَ کي هٿ ڪري سنڌيءَ ۾ ڇپائڻ جو اعزاز سڀ کان پهرين ديوان ڪوڙي مل کي آهي. ديوان ڪوڙي مل چندن مل کلناڻيءَ وڏيءَ محنت ۽ مشقت ڪانپوءِ ساميءَ جي فرزند ڀائي گھنشامداس کان سلوڪ هٿ ڪيا، جن جو اهو مسودو گرمکي اکرن ۾ هو. ان ڪري انهن کي سُوڌي سنواري، 2100 سلوڪ ترتيب ڏئي، عربي سنڌي رسم الخط ۾ آڻي، 1873ع ۾ ٽن جلدن ۾ ڇپائي پڌرا ڪيائين. ان ڪانپوءِ ساميءَ تي باقاعدي تحقيق جو سلسلو شروع ٿيو ۽ ايڪڙ ٻيڪڙ مضمون ۽ مقالا اشاعت هيٺ ايندا رهيا، جن ۾ ڏيارام گدومل وشنو جڳتياڻي، پروفيسر چيتنمل پرسرام ۽ پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي پهريان ليکڪ هئا. انهن کان پوءِ لال سنگهہ اجواڻي ۽ موتي لعل جوتواڻيءَ بہ مقالا لکيا. خانبهادر صديق ميمڻ ’سنڌ جي ادبي تاريخ‘ 1937ع ۾ لکي، جنهن ۾ هن ساميءَ جي سلوڪن جو ذڪر ڪيو آهي. 1946ع ۾ ’سامي جا چونڊ سلوڪ‘ (معنيٰ ۽ سمجهاڻي سان) نالي هڪ ڪتاب سرڳواسي ديوان واڌو مل ترتيب ڏنو. جيڪو ديوان ڪوڙي مل جي چالاڻي ڪانپوءِ ’ڪوڙو مل سنڌي ساهتيہ منڊل‘ طرفان ڇپايو ويو. 1953ع ۾ جهمٽ مل ڀاوناڻي ’چند سڳنڌ‘ نالي هڪ ڪتاب پڌرو ڪيو، جنهن ۾ ساميءَ جي سلوڪن جا مثال ڏنل آهن. 1955ع ۾ بي. ايڇ. ناگراڻي ’ساميءَ جا سلوڪ‘ نالي هڪ رسالو ٽئين سر ترتيب ڏنو، جيڪو ٽن ڀاڱن تي مشتمل هو. ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي ’سامي ۽ سندس سلوڪن جا ڇاپا‘ عنوان بابت هڪ تحقيقي مقالي ۾ ساميءَ تي ٿيل سموري تحقيق جو ذڪر ڪيو آهي. سندس اهو مقالو ’ادبي چمن‘ مخزن (سنڌي ساهتيہ اڪيڊمي، گجرات) ۾ 1987ع ۾ ڇپيو. ان کانسواءِ ساميءَ بابت انيس انصاريءَ جو هڪ تحقيقي مقالو ’سامي جي سلوڪن جا سرا‘ 1989ع ۾ ڇپيو.

ساميءَ تي سنڌ ۾ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي تحقيقي ڪم ڪيو آهي، جنهن جا ٻہ ڪتاب: ’سامي سنديون سپون‘ ۽ ’سامي ڌاتو ڪوش‘ ڇپيل آهن. ساميءَ جي فڪري پسمنظر تي محمد ابراهيم جويي جو ڪتاب ’شاهہ، سچل ۽ سامي‘ (1689-1850ع هڪ مطالعو) هڪ بهترين تحقيق آهي، جنهن ۾ جويي صاحب سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعرن جي ٽمورتيءَ- شاهہ، سچل، سامي- جي دؤر جي سماجي ۽ سياسي حالتن جو تفصيلي ذڪر ۽ سندن شاعري ۽ فڪر جو جائزو ورتو آهي.

هي ڪتاب 1990ع ۾ روشني پبليڪيشن طرفان ڇپائي پڌرو ڪيو. ان کانسواءِ ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي جي پي. ايڇ. ڊي ٿيسز ’شڪارپور شهر جو سنڌي ادب ۾ حصو‘ ۾ پڻ ساميءَ بابت تحقيقي ذڪر موجود آهي. پريم ساگر پبليڪيشن ڪراچيءَ، 2002ع ۾ ’ساميءَ

بابت ترتيب ڏنل ٻه ڪتاب: (1) ’سامي ساگر بوند ۾‘ (مرتب: ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو)، (2) ’سامي تي هڪ نئين نظر‘ (مرتب: تاج جويو) ۽ هڪ سووينيئر ڇپائي پڌرا ڪيا، جن ۾ سامي بابت سنڌ جي عالمن ۽ اديبن جا تحقيقي مضمون شامل آهن. ساميءَ جي سلوڪن کي واين جي ترتيب سان نامور شاعر تاجل بيوس ’سامي سودو پريم جو‘ عنوان سان، 2003ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ان کانسواءِ ساميءَ بابت سنڌي ادب جي سمورين تاريخن جي مصنفن: خانبهادر صديق ميمڻ، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، لالسنگھ اجواڻي، ڊاڪٽر موتي لال جوتواڻي، پوپٽي هيراننداڻي وغيره ذڪر ڪيو آهي.

ساميءَ جي سلوڪن ۾ ويدانتي فڪر جو لازوال سنيهو موجود آهي، جن ۾ بلند خيالي ڪمال جي آهي. هنن سلوڪن ۾ تصوف، وچئين دور (Medieval Period) جي ڀڳتي رس ۽ گيان ڌيان جو مول مقصد- انسان دوستي، حق جي ڳولا، عدم تشدد، خير جي پرچار، اوديا، دوئي ۽ شر (Evil) جي نندا موجود آهي.

سامي چئنراءِ لنڊ اهو پهريون شاعر آهي، جنهن سنڌيءَ ۾ سلوڪ چئي، ويدانتي فڪر جو بنياد وڌو. ساميءَ وانگر روحل فقير تي به ڀڳتي جو نمايان اثر نظر اچي ٿو. جنهن هڪ سوامي ڏونگرسين کان فيض حاصل ڪيو. سندس هندي واڻي ۽ سنڌي ڪلام تصوف ۽ ويدانتي فلسفي جو سنگم آهي. هي ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دور جو اهم شاعر آهي. ساميءَ کانپوءِ صوفي دلپت ۽ آسورام جي ڪلام ۾ به ويدانتي فلسفي جي اُپٽار ملي ٿي.

سنڌ جي نامور دانشور محمد ابراهيم جويي، پنهنجي ڪتاب ’شاهه، سچل ۽ سامي‘ ۾ لکيو آهي ته، ”شاهه، سچل ۽ سامي پنهنجي دور جا حساس ۽ سجاڳ شاعر هئا. هنن کي ان جي ڏک ۽ امنگ جي خبر هئي. هنن ان جي امنگ جي ترجماني ڪئي ۽ انسانن جي ڏک جو علاج تجويز ڪيو. سنڌي سماج کي هڪ آزاد ۽ باعزت سماج تي رهڻو هو. ان مان نفاق ۽ ٻيائيءَ کي ختم ٿيڻو هو. ان کي دوئيءَ جي بدران وحدت جي ضرورت هئي. ان ۾ پنهنجي اجتماعي وجود جو شعور پيدا ٿيڻو هو. ان ۾ فرد ۽ گروهه جي مفاد کي جماعت جي مفاد تي قربان ٿيڻ سگهڻو هو. يعني ان جي سيني انفرادي غرضن کي گهڻجي هڪ گڏيل ۽ جامع غرض جي صورت وٺڻي هئي... هو سنڌ جا عظيم استاد، هادي، رهبر هئا. هو تمام وڏا شاعر ۽ تمام وڏا انسان هئا. هنن سنڌي سماج کي جيڪا تعليم ڏني آهي، سا ڪا معمولي تعليم ڪانهي. هنن سنڌي سماج کي نئين اجتمائي وحدت جي شعور کان واقف ڪيو ۽ ان لاءِ ڪين عملي راهه ڏيکاري.“

ويدانت مت ۽ تصوف جي تحريڪن جو اثر ساميءَ جي شاعريءَ تي نمايان نظر اچي ٿو. سامي، ويدانت ۽ تصوف مان انهن نقطن جي چونڊ ڪئي، جيڪي وحدانيت سان هم آهنگ هئا. ساميءَ ويدانت جي مول متن تي يوگ ساڌنا ۽ تپسيا ڪئي. ’آتم‘ ۽ ’حق‘، ’جيو آتما‘ ۽ ’پرم آتما‘ جي مامَ کي سِڌ ڪيو. سندس ارتڪابِ فڪر کي ڪيترن ئي پاڳن ۾ ورهايو ويو آهي. سامي ويدانت سوترن بابت ٽيڪائون ڪونه جوڙيون. پر ان کي ڪوتا رنگ ۾ منظوم ڪري، سلوڪن رستي ارٿ ۽ سمجهاڻي ڏني. ساميءَ جي ويدانتي فڪر ۾ اهي سڀ ڳالهيون موجود آهن، جيڪي ويدانت مت ۽ ان جي ٽيڪائن ۾ سمجهايل آهن. مثلاً: پرماتما سرووياپڪ يعني حق جو نور هر جڳهه تي آهي. ستگرو يا پنهنجي مرشد جي ساراهه، مورک يا اڻڄاڻ، اوديا يا اڻڄاڻائي يعني بي علمي ۽ علم جي اهميت، مايا يا هن ڪائنات جو ظاهري روپ (يا ڌن دولت). جگت ناسونت، گرمک (مريد)، مانک ديهه (جنم)، ساڌ سنگت (ساڌن جي صحبت)، سنتن جو سنگ، ساڌوءَ جا گڻ، سنتن جا گڻ، هرجن جا گڻ (ڀڳت جون خاصيتون)، ويساسي (معتقد)، ۽ جڳياسي (طالب)، شيوا ۽ شيوڪ، گرگم (معرفت)، سهاڳڻ، اندر جي صفائي، من مارڻ، هٺ هارڻ، ايمان يا خودي ختم ڪرڻ، ڪوڙ ۽ سچ جي سچي پرک، پڙهڻ ۽ ڪڙهڻ، سڪ ۽ سچ وغيره. ساميءَ جي ڪلام ۾ سنسڪرت ۽ هندي لفظن سان گڏ عربي ۽ فارسي لفظن جي آميزش آهي، پر اهي سڀ لفظ سپڪ ۽ وڻندڙ آهن. ساميءَ جي شاعريءَ ۾ نهراءِ آهي، پر لهر نه آهي. سندس شاعريءَ ۾ سورميون ۽ سورمن واريون روايتون موجود نه آهن. پر ان جاءِ تي تصوف وانگر نج ويدانتي متا، سرڳ، نرڳ، وديا، اوديا، مايا، پنج پوت، ستگروءَ ۽ سندس مهر ۽ حق جا ٻول آهن. سندس سلوڪن ۾ فارسي ۽ عربيءَ جي لفظن جو سهڻو سنگم نظر اچي ٿو جهڙوڪ:

عجائب، عقل، سالڪ ڏٺو سڪ سان،
سمجهي روح راضي ٿيو ڇڏي هنگامو هل،
وحدت ۾ واصل، پرچي ٿيو پريم سان.

ساميءَ جي شاعريءَ جي وڏي ۾ وڏي خوبي اها آهي ته ان ۾ سادگي ۽ پختگي آهي. سندس ڪلام خشڪ ۽ بي سواد نه آهي. هن ۾ ستگرو مهما، عشق ۽ محبت جا عنوان ۽ سهاڳڻ جي ست جهڙا موضوع آهن، جيڪي سندس ڪلام کي نکاري بيٺا آهن. سندس سلوڪن ۾ جڏهن ڪرشن مُرلي وڄائي ٿو تڏهن گوال ۽ گوپين جو عقل چرخ ٿي وڃي ٿو ۽ انهن ۾ اوديا جي ڳنڍ کُلي پوي ٿي. اُهي هئي جهان ۾ محبوب جي سونهن سوپيا ڏسن ٿا:

مڌر مڌر مرلي، ڪنهيي وڄائي مُک سان،
ٻڌي گوپي گوال جي، ساميءَ سُرت ڀُلي،
اوديا ڳنڍ کُلي، ڏسي سونهن محبوب جي.

انسان جا پنج دشمن آهن، جيڪي انسان جون خواهشون ۽ اِندريون آهن، جن کي ’نفس امارو‘ چئجي ٿو. سامي انهن کي ’پنج پُوت‘ سڏي ٿو جيڪي انسان جي صحيح عمل ۽ راهه ۾ رنڊڪ وجهن ٿا:

جوڳي جنهن جوڙي، جيتيو من مواس کي،
ڪڍيو تنهن ڪُلپت جو، لشڪر سڀ لوڙي،
سامي لائين لک ۾، پنج ئي پرهوڙي،
وينو گهر سوڙي، ساکي ٿي سنسار جو.

سامي‌ءَ جو آواگون يا پنرجنم ۾ اعتبار آهي. هو انسان جي واحد ۽ هڪ جنم ۽ جيون کي قيمتي ۽ امولڪ سمجهي ٿو. سامي، جيون کي لاڀائتو بنائڻ لاءِ ستگروءَ (مرشد) جي اپديش ۽ تعليم کي ڪارگر ۽ ڪامياب زندگي‌ءَ جو مقصد سمجهي ٿو. سامي‌ءَ موجب ڪامل مرشد ۽ ان جي تعليم ڪانپوءِ انسان پنهنجي آتما جو درشن ڪندو آهي ۽ زندگي‌ءَ جو سچو سک حاصل ڪندو آهي:

ست گر جهڙو شاهه، ڪونه ڏنوسين ڪاٿهين،
پرچي ڏنو جنهن پوربي، آتم دان اٿاهه،
نڪي پڇيائين جات پات، نڪي پڇيائين راهه،
ڪري من اُڇاهه، سامي چڙهيائين چن ۾.

-

چلن الٽي چال، ساڌو جَن سنسار ڪون،
لنگهيا پار سمنڊ ڪون، چن ۾ ماري ڇال،
ميٽي ويٺا من ۾، سامي سڀ خيال،
رهن لعل گلال، سدا پنهنجي حال ۾.

سامي‌ءَ چوي ٿو ته موڪ ۽ اگياني انسان پاڻ کي هن دنيا جي خواهشن ۾ قيد ڪري دُکي ڪري رهيا آهن. سامي، مرشد جي اپديشَ قول تي عمل ڪرڻ جي تلقين ڪري ٿو ۽ ٻڌائي ٿو ته مرشد ڪامل جيڪا راز جي ڳالهه چئي، اها ظاهر نه ڪجي ته جيئن بنا لوڀ ۽ لالچ جي سندس زندگي‌ءَ جو مقصد پورو ٿئي:

جنهن کي ڳالهه وٽي، سنتن سان پرسن جي،
سو بنا درسن ديرجي، ڳٽتي ڪانه ڳٽي،
من سوڌا ميدان ۾، ماري پنج ڪٽي،
جيڪا اڇي ٻٽي، سا سامي رکي سر تي.

شاهه لطيف وانگر سامي به اهڙن ماڻهن کي ننديو آهي، جيڪي علم تي عمل نٿا ڪن ۽ علم حاصل ڪري وڏائي ڪن ٿا، سي حق ڪان پري ٿيندا وڃن ٿا. سچي سک ۽ سچي عشق سان ئي ان حقيقي مالڪ کي پسي سگهجي ٿو. سامي چوي ٿو ته الهامي ۽ مقدس ڪتاب هڪڙي ئي خدا يا ذات حقيقي‌ءَ جي راهه ڏسين ٿا. انهن ۾ هڪ ئي سوٽ، واحد خدا ۽ سچي هستي‌ءَ جو آهي. جڏهن خدا هڪ آهي ته پوءِ انسانن ۾ به تفاوت نه هئڻ گهرجي. اها وڏي سمجهه جي ڳالهه آهي:

ويد، پران، قرآن ڪو سيني ۾ هڪ سوت،
سمجهي ڏس سامي چئي، لائي من مضبوط،
جئن آڪاس گهٽن ۾، تئن سڀ ۾ ساڪي پوت،
ڪو آتم وت اوڌوت، سمجهي انهي سخن کي.

-

ويد، پران، پڙهي، ڪوهه ٿو لوڪ ريجهائين،
سپريان جي سِڪ ۾، جهاتي نه پائين،
چاهه نه ڇُڪائين، ته پسين ڪيئن پرينءَ کي.

ساڳي‌ءَ ڳالهه شاهه لطيف به چئي آهي ۽ معلوم ٿئي ٿو ته سامي، شاهه کان ڪافي متاثر هو. شاهه لطيف چوي ٿو:

اکر پڙهي اپاڳيئا، قاضي ٿئين ڪياءِ،
پيرئين ۽ پائيين، ايڏا ايءَ نه آءِ،
اِن سُرڪي سندو ساءُ، پُڇج عزازيل کي.

هيٺ سامي‌ءَ ۽ شاهه لطيف جي ڪجهه بيتن جو مختصر تقابلي مطالعو پيش ڪجي ٿو:

سامي: اَٿئي مهانگو سامي سودو پريم جو،
جي تو خواهش خريد جي، ته ست سر سانگو،
پرچي پاءِ ڳچي ۾، گلا جو گانگهو،
لنگهي پئه لانگهو، ته مطلب ٿئي من جو.

-

شاهه: جي اَٿئي سڌ سُرڪ جي، ته وڃ ڪلاڙن ڪاتي،
لاهي رک لطيف چئي، متو وٽ ماتي،
تڪ ڏئي پِڪ پي، گهوٽ منجهان گهاتي،
جو ورنهه وهاتي، سو سروٽ سَرو سانهگو.

-

سامي: رهي هوت حضور، سامي پر سڀ ڪنهن جي،
پرم ۾ پلي ڪري، موڙک ڇاڻن ڏور،
راتيون ڏينهن مَرمري، مرن سنسي سُور،
چڙهي پڪي پُور، ٿيا مقابل محبتي.

-

شاهه: پاٽي‌ءَ مٿي جهوپڙا، مُورک اُڃ مرن،
ساهان اوڏو سپرين، لوچيو تان نه لهن،
دم نه سڃاڻن، دانهون ڪن مُنن جئن.

**سامي ڏاتو ڪوش** (ڪتاب): سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعر سامي‌ءَ جي شاعري‌ءَ جي لغت 'سامي ڏاتو ڪوش' عنوان سان نامور عالم ۽ محقق عبدالڪريم سنديلي جي تيار ڪيل آهي. ڪتاب جو مهاڳ الهه بخش تنئي جو لکيل آهي، جڏهن ته به اکر خود سنديلي صاحب جا لکيل آهن. 'سامي ڏاتو ڪوش' ۾، سامي‌ءَ جي سلوڪن ۾ آيل لفظن جا اشتقاق، ڌاتو ڏنل آهن. اهڙي نموني هن ڪوش ۾ اشتقاق، ڌاتو ۽ تُز (appropriate) معنيٰ ڏني وئي آهي. ڪٿي ڪٿي لفظن جا مترادف (synonyms) ۽ متضاد (antonyms) به ڏنا ويا آهن ته جيئن معنيٰ کي سمجهڻ ۾ سولائي ٿئي. سامي ڏاتو ڪوش جي هيٺي پاڱي ۾ اهڙن عربي ۽ فارسي لفظن جي لغت ڏني وئي آهي، جن مان سامي‌ءَ جي ٻولي‌ءَ متعلق وسيع معلومات ملي ٿي.




ڪتاب جا پروف محمد ابراهيم جويي جهڙي عالم جا ڏٺل آهن. 'سامي ڏاتو ڪوش' جي تياري‌ءَ لاءِ سامي‌ءَ جا سلوڪ (ڪوڙيمل چندن

مل کلناڻي ۽ پوجراج ناگراڻيءَ جي ٽن ٻاڳن) مان لفظ چونڊيا ويا آهن. هي 'ڪوش' ساميءَ جي سلوڪن جي معنيٰ ۽ مفهوم سمجهڻ لاءِ ڪارائتو آهي. ڊيمي سائيز جي 104 صفحن تي مشتمل هي ڪوش، عبدالڪريم سنديلي جي فرزند، اسلم سنديلي لاڙڪاڻي مان 1978ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 16 روپيا آهي.

**سامي ساگر بوند ۾** (ڪتاب): هي ڪتاب 'سامي' چينراءِ جي جيون چرتر، سلوڪن ۽ سنڌ جي تاريخي ۽ سماجي حالتن بابت تحقيقي مقالن تي مشتمل آهي، جيڪو ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي ترتيب ڏنو آهي. پيش لفظ ۾ ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي، ساميءَ جي شاعريءَ ۾ فني پختگيءَ ۽ فڪري اڏام بابت ويچار ظاهر ڪيا آهن. ليکڪ هن ڪتاب جي ارپنا پنهنجي استاد ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي ۽ ڊاڪٽر هدايت پريم جي نالي ڪئي آهي.




هن ڪتاب ۾ پيش لفظ سميت ڪل 16 تحقيقي مقالا شامل ڪيا ويا آهن. انهن مان ڪي مقالا تمام پراڻا آهن ته ڪي موجوده وقت جا ۽ نوان آهن. جن جا ليکڪ چينمل پرسرام گدواڻي، لطف الله بدوي، شيلا موتواڻي، پوجراج هوتچند ناگراڻي، رشي ڏيارام گدومل، ڪلياڻ آڏواڻي، شيوارام نرسنگهه داس قيرواڻي، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، قيمت راءِ هريسنگهاڻي، ديپچند بيلاڻي، ڪرشن راهي، گوردن شرما گهايل، ڊاڪٽر تهمينه مفتي ۽ ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو آهن. ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب، 150 صفحن تي مشتمل آهي. ان جو پهريون ڇاپو فيبروري 2002ع ۾، پريم ساگر پبليڪيشن، ڪراچيءَ مان ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سامي سچ وڙاءُ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب شيخ اياز جي وفات ڪانپوءِ شايع ٿيل مضمونن، ڪالمن ۽ تاثرن تي مشتمل آهي، جن کي نصير مرزا سهيڙي خوبصورت ڪتاب جي صورت ۾ شايع ڪرايو آهي. ڪتاب جو خوبصورت ٽائيٽل نامياري مصور خدا بخش ابڙي جو تيار ڪيل آهي. ڪتاب جو انتساب شيخ اياز جي نياڻين ۽ پٽن کي ڪيو ويو آهي، ان بعد شيخ اياز جو مشهور نظم 'سوچئين تون متان مون متان مقبرو' ڏنو ويو آهي، ان ڪانپوءِ نصير مرزا ڏي شيخ اياز جو لکيل هٿ اکري خط جو عڪس ڏنو ويو آهي. ڪتاب جي هيٺينءَ ريت ورهاست ڪئي وئي آهي:




(1) مهاڳ، ڪان پوءِ سنڌيءَ ۾ لکيل مضمون، ڪالم ۽ تاثر، (2) اخبارن جا ايڊيٽوريل، (3) اديبن جا تاثر (4) تعزيتي پيغام، (5) تعزيتي گڏجاڻين جي رپورٽ، (6) شاعرن جي پيتا، (7) حصه اردو. ڪتاب ۾ سنڌي ۽ اردوءَ جي اڪثر سينئر ۽ جونيئر اديبن جا تاثر ڪالم ۽ مضمون شامل ڪيا ويا آهن. آخر ۾ سراج الحق ميمڻ، امر جليل، حسن مجتبيٰ، شيخ عزيز، عطيا دائود، آصف فرخي، اشفاق نقوي، ايس اي اقبال، محي الدين خان، حسن عابدي جا انگريزيءَ ۾ مضمون ۽ انڪانپوءِ شيخ اياز جي شاعريءَ جو آصف فرخيءَ جو ڪيل انگريزيءَ ۾ ترجمو ڏنو ويو آهي.

500 صفحن، ڊيمي سائيز ۽ پڪي جلد تي مشتمل هيءُ ڪتاب 'علي بالاج پبلشرز، حيدرآباد' فيبروري 1998ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 250 روپيا آهي.

**سامي سچ وڙاءُ** (ناول): هيءُ سنڌ جي نامياري اديب مراد علي مرزا جو شاهه لطيف جي زندگيءَ تي هي پهريون ناول آهي. ناول جو انتساب هن پنهنجن دوستن- محمد ابراهيم جويي، ع. ق. شيخ، شيخ اياز ۽ ممتاز مرزا جي نالي ڪيو آهي.




ناول جو پسمنظر بيان ڪندي 'پيش گفتار' ۾ مراد علي مرزا لکي ٿو ته: "سال 1984ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري جي تجويز تي مون حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي باري ۾ ٻارن لاءِ هڪ ڪتاب لکيو. ڪتاب لکندي مون کي ائين لڳو ته لطيف جي حياتيءَ کي ناول جو روپ ڏئي سگهجي ٿو. انهن ڏينهين آءٌ ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ ۾ پروگرام مئنيجر جي عهدي تي فائز هوس. . . . هڪ موقعي تي مون 'سامي سچ وڙاءُ' (ناول) جو پهريون باب لکي ورتو اهو باب پوءِ. . . 'لطيف ڊائيجيسٽ' ۾ ڇپيو. ڊائيجيسٽ جو ايڊيٽر مرحوم علي احمد بروهي هو. هن کي اهو باب ايترو ته پسند آيو. جو هن هر هر فون ڪري ٻئي باب جي گهر ڪئي. . . . ان وچ ۾ منهنجي بدلي حيدرآباد ۾ ٿي، پوءِ ريڊيو جي نوڪري ڪندي، پنهنجي پسند جو اهو ادبي پورهيو نه ڪندو رهيس ۽ پنج ڇهه باب لکي ورتم، جيڪي لطيف ڊائيجسٽ ۾ ڇپيا." ان بعد مرزا صاحب ڄاڻايو آهي ته ونس ايڊيٽر وٽان خطن جو هڪ ٿهو پهتو، جنهن ۾ هڪ پڙهندڙ حڪم ڪيو هو ته اهو ناول وڌيڪ ڇپيو ته ليکڪ جو خير نه هوندو، ان ڪري ناول جي ڇپائي بند ڪئي وئي. اهڙيءَ ريت ناول قسطوار ڇپجڻ بند ٿي ويو اهو زمانو ضياء الحق جي مارشل لا جو دؤر هو. . . . ضياء جي پڄاڻيءَ بعد مراد علي مرزا صاحب بينظير جي آتم ڪٿا 'پورب ڄائي'، 'گبريل گارشيا مارڪيز' جي ناول 'One Hundred years of Solitude' وغيره قسم جا ترجما ڪيا ۽ پوءِ هن نصير مرزا جي زور ڀرڻ تي 2007ع ۾ ناول لکي پورو ڪيو. ناول جو نالو ممتاز مرزا 'سامي سچ وڙاءُ' تجويز ڪيو. ليکڪ لکي ٿو ته "هن ناول لکڻ وقت آءٌ پنهنجي

زماني کان تي سؤ سال پوئتي هليو ويندو هوس. مون کي محسوس ٿيندو هو ته ڪا شڪتي هئي، جيڪا منهنجي آڱر جهليو مون کي گس ڏيکاريندي هلي. آءٌ ڇا بيان ڪريان؟ عجيب حيرت ڪدو آهي هي سنسار!"

هن ناول تي 'چند ويچار'، نامور ليکڪا ۽ ناول نگار ريٽا شهاڻيءَ لکيا آهن. هوءَ لکي ٿي ته:

"مون کي ڄاڻ آهي، ڪنهن به ليکڪ شاهه جي شخصي جيون کي کڻي، هن طرح افسانوي روپ ڏيئي ناول نه لکيو آهي. مراد علي مرزا واقعي 'سامي سچ وڙاءِ' لکي، اسان تي وڏو وڙ ڪيو آهي. هي ڪتاب عظيم شاعر جي جيوني ته آهي، جيڪا حقيقتن تي ٻڌل آهي، پر اُن ۾ روحاني رومانوي ۽ دلچسپ واقعا به شامل ٿي ويا آهن. هڪ ليکي هي هڪ سفرنامو پڻ آهي. هي ناول نه صرف شاعر جي شاعريءَ سان وابسته آهي، پر سندس جيون ڪٿا به ٻڌائي ٿو. شخصي ڪردار کي اُڀاري ٿو. اهڙيءَ طرح جو شاهه جو جيئرو جاڳندو، نماڻو، ڳڻيس، بيحد حساس، جذباتي ۽ شاعراڻو سروپ اسان جي اکين سامهون اچي بيهي ٿو ۽ اسين هن کي پيار ڪرڻ تا لڳون."

ڊيمي سائيز جي پڪي جلد واري 286 صفحن وارو هي ڪتاب، ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد، 2008ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**سامي سودو پريم جو (ڪتاب):** هي ڪتاب ساميءَ جي سلوڪن تي مشتمل آهي، جيڪو تاجل بيوس ترتيب ڏنو آهي. هن ڪتاب ۾ تاجل بيوس، ساميءَ جي سلوڪن مان 52 وايون ۽ ڏوهيڙا ترتيب ڏئي، پيش ڪيا آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ به تاجل بيوس لکيو آهي، جنهن ۾ هن ساميءَ تي اڳ ۾ ٿيل ڪم تي تنقيد ڪئي آهي. سندس خيال آهي ته ساميءَ تي نئين انداز سان ٻيهر تحقيق ڪئي وڃي. سندس خيال آهي ته ڪن روايتي بيتن جي صورت واين جهڙي آهي. هن ڪتاب ۾ تاجل بيوس، 52 راڳ پرين واين ۽ ڪافين ۽ سان گڏ 76 ڳائڻ جي سگهندڙ بيت يا سلوڪ ترتيب ڏنا آهن.



ڊيمي سائيز جو هي ننڍڙو ڪتابچو 80 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن کي ساگر پبلشنگ هائوس، ڪراچيءَ، پهريون ڀيرو، 2003ع ۾ ڇاپي پڌرو ڪيو. هن ڪتابچي جي قيمت 55 روپيا آهي.

**سانا** (SANA): اُتر آمريڪا ۾ رهندڙ سنڌين جي هڪ سماجي تنظيم، جنهن جو مقصد دنيا جي ڪُنڊ ڪڙڇ جي سنڌين کي متحد ڪري، سندن تاريخ، ادب، رسم رواج، تهذيبي ۽ ثقافتي ورثي بابت ڄاڻ ڏئي ويڇا ختم ڪرائي، سنڌين کي هڪ خوشحال، خودڪفيل ۽ مضبوط قوم بنائڻ آهي. سانا (SANA) سنڌي ائسوسيئيشن آف نارٿ آمريڪا جو مرڪز (Focus) نه صرف سنڌي برادريءَ جي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي حقن جي حفاظت آهي، پر سندن تهذيب، ٻوليءَ ۽ تشخص برقرار رکڻ لاءِ پڻ ڪاڪوڙڻ آهي. سانا (SANA) جي قائم ٿيڻ پٺيان اهم محرڪ صدر ضياءُ الحق جو سنڌين سان امتيازي سلوڪ هو. سانا جي تنظيم سازيءَ ۾ جن شروعاتي قدم کنيا ۽ پهرين ڪميٽي ناهي، تن ۾ ڊاڪٽر الطاف ميمڻ (پينسلوانيا آمريڪا)، ڊاڪٽر جاويد لغاري (نيويارڪ)، ڊاڪٽر آفتاب قاضي (واشنگٽن ڊي سي) ۽ ڪئنيڊا ۾ رهندڙ مسٽر انور ميمڻ شامل هئا. 1984ع ۾ گهڻي سوچ ويچار ڪانپوءِ سانا جو مسودو (SANA CHAPTER) لکيو ويو، جنهن ۾ ان جا قائدا ۽ قانون ڏنا ويا. چارٽر تيار ٿيڻ ڪانپوءِ اُتر آمريڪا ۾ رهندڙ 80 سنڌي خاندانن کي سانا جي ميمبرشپ جا فارم موڪليا، ڪين سانا جي ميمبرشپ ڏني وئي. سانا جي تنظيم کي فعال بنائڻ لاءِ ان جي هڪ 'انٽيرم ايگزيڪيوٽو ڪميٽي' (Interim Executive Committee) ناهي وئي، جنهن جو خالد هاشماڻي (صدر) نرنجن دوداڻي (نائب صدر)، نذير مغل (جنرل سيڪريٽري) مقرر ڪيا ويا. 31 مارچ 1985ع تي SANA جي شروعاتي 25 چارٽرڊ ميمبرن ۾ گل آغا، الطاف ميمڻ، اسرار انصاري، نرنجن دوداڻي ۽ خالد هاشماڻيءَ ڪانسواءِ عسڪر قلباڻي، مشتاق ڪلوڙ، شهزاد قاضي، نسرين قاضي، عنايت الله ڪائيو، جاويد لغاري، شنڪر لکواڻي، رزاق ميمڻ، بشير ميمڻ، صفيه محمد علي، آفتاب مفتي، ميرچند اوڏ، نثار علي شاهه، آفتاب شيخ، ساجد شيخ، اقبال ترين ۽ سليم وفائي شامل هئا.




سانا (SANA) جي جنرل باڊيءَ جي پهرين گڏجاڻي رڪولي مئريلينڊ، آمريڪا ۾ آگسٽ 1985ع ۾ هڪ عام هوٽل ۾ ٿي، جتي مهمانن لاءِ رات جي ماني‌ءَ جو بندوبست ڪيو ويو. هن گڏجاڻيءَ جو اهتمام سجاد آخوند ۽ صفيه محمد عليءَ ڪيو. هن گڏجاڻيءَ ۾ جنوري 1985ع کان ٻن سالن جي مدي لاءِ هڪ ٻي انٽيرم ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جو قيام عمل ۾ آيو ۽ ان کان سواءِ ٻيون به ڪيتريون ڪميٽيون ناهيون ويون، جن ۾ ميمبرشپ ڪميٽيءَ ۾ ارشاد قاضي، ظهور صديقي ۽ روشن شيخ، سوشل اينڊ ڪلچرل ڪميٽيءَ ۾ ارشاد الطاف شيخ، رزاق ميمڻ، روشن شيخ، فنڊ گڏ ڪرڻ واري ڪميٽيءَ ۾ علي نواز ميمڻ، لطيف لغاري ۽ عنايت ڪائيو رکيا ويا. هن گڏجاڻيءَ ۾ رات جي ماني‌ءَ ڪانپوءِ علي نواز ميمڻ جي رهائشگاهه تي سنڌي شام ملهائي وئي، جنهن ۾ سنڌي ڪلام، ناچ ۽ ڪچهريءَ جو بندوبست ڪيو ويو. 'هو جمالو' ۽ 'ننگڙا نماڻيندا، جيوين تيوين پالٺا' جهڙا نيٺ

سنڌي گيت ڳاتا ويا. سانا (SANA) جي ٻي گڏجاڻي نياگرا فالس (آبشار)/ بفئلو ايريا، آمريڪا ۾ 4 ۽ 5 جولاءِ 1986ع تي ٿي، جنهن ۾ سانا جي ميمبر ڊاڪٽر فيروز احمد ڳالهائيندي چيو ته اُتر آمريڪي سنڌي پنهنجي اصل جنم ڀوميءَ سنڌ ۾ آباد ڀائرن جي ڪهڙي طرح مدد ڪري سگهن ٿا؟ سانا جي ابتدائي سالن ۾ سنڌي مدبرن، سياستدانن، سماجي ڪارڪنن، قومپرستن ۽ سرند ڏرين، چندا گڏ ڪري تنظيم کي مضبوط بڻايو. سانا جي ميمبرن جي اها ڪوشش رهي آهي ته دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ آباد سنڌين کي هڪ پليٽفارم تي گڏ ڪري ڪين حقن جي آگاهي ڏئي، سنڌن تهذيبي ورثي کي بچائڻ ۽ هنن ۾ هر قسم جي هم آهنگي پيدا ڪجي. ان سلسلي ۾ 1986ع ڌاري سانا 'سنگت' نالي هڪ رسالو شايع ڪيو ويو، جنهن ۾ سنڌ ۾ موجود توانائيءَ جي ذخيرن جي غير منصفاڻي ورڇ ۽ غريب سنڌين جي محنت تي وفاق جي ڌاڙي خلاف سڄاڳي پيدا ڪرڻ لاءِ مضمون ڇپيا ويا. سانا جي ٽين ساليانو گڏجاڻي، 4 جولاءِ 1987ع تي پيٽرسبرگ، آمريڪا ۾ ٿي. هن گڏجاڻيءَ جو ڪوآرڊينيٽر شنڪر لڪواڻي هو. هن موقعي تي سنڌي گيت ۽ ناچ پيش ڪيو ويو. ان کان سواءِ =/2300 آمريڪي ڊالرن جو فنڊ ڪٺو ڪيو ويو، جنهن ۾ 500 آمريڪي ڊالر سليم عرساڻيءَ ڏنا.

88-1987ع جي دور ۾ سڄي سنڌ، فسادن، افراتفري ۽ لاقانونيت جي ور چڙهيل هئي، خاص طور ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ بدامني وڌي وئي هئي. سنڌ ۾ فساد پيدا ڪندڙ عنصرن جي سانا مذمت ڪئي ۽ نان الائيڊ موومينٽ 'NAM' جي آرگنائيزيشن تي زور وڌو ته اها پاڪستان تي زور وجهي سنڌ ۾ انساني ڪوس بند ڪرائي. سانا جي چوٿين ساليانو گڏجاڻي 25، 26، جون 1988ع ۾ نيويارڪ آمريڪا ۾ ٿي، جنهن جي صدارت بدر شيخ ڪئي. ان گڏجاڻيءَ ۾ دنيا جي ڪيترن ملڪن: آمريڪا، برطانيا، هندستان، پاڪستان، ملائيشيا، سينگاپور وغيره مان سنڌي وفد شرڪت ڪرڻ آيا. هن گڏجاڻيءَ جي گفتگو جو مرڪز سنڌي ٻولي پروجيڪٽ، سنڌالاجي ۽ سنڌ يونيورسٽي رهيا. هن گڏجاڻيءَ ۾ سانا طرفان =/500 آمريڪي ڊالرن جي گرانٽ ڊاڪٽر آفتاب کي ڏني وئي، جنهن 'The Sindh Journal of Asian & African Affairs' نالي رسالو شروع ڪيو. ان کانسواءِ =/500 آمريڪي ڊالرن جي گرانٽ اعجاز سنڌيءَ کي به ڏني وئي، جنهن نيويارڪ مان 'ساٿيهه' نالي سنڌي رسالي جي شروعات ڪئي. سانا (SANA) جي ان گڏجاڻيءَ ۾ پروفيسر غلام مصطفيٰ شاهه، حفيظ پيرزادو، مخدوم خليق الزمان ۽ ڊاڪٽر خالد لغاري شامل هئا. حفيظ پيرزادي پاڪستان ۾ نئين وفاقي آئين تي زور ڏنو، جنهن موجب يونٽن کي خودمختياري ڏني وڃي.

اڳتي هلي سانا (SANA) جي ايگزيڪيٽو ڪائونسل جي تجويز تي سانا ائڊوائيزري ڪميٽيءَ کي وڌايو ويو. سانا (SANA) جي صدر يورپ، مشرق بعيد ۽ وچ اوڀر ۾ آباد سنڌين کي خط لکيا ته هو سنڌ جي حقن لاءِ مهم هلائين. نتيجي طور يورپ جي مختلف حصن ۾ سنڌي گڏجاڻيون ٿيڻ لڳيون. يورپ جي سنڌين 'ائسوسيئيشن آف يونائيٽيڊ ڪنگڊم ائنڊ يورپ' (AKIE) جو بنياد وڌو. ڪجهه عرصي ۾ ٿي سنڌين جي هڪ وڏي گروهه 'ايس. ٽي. ليوئس' آمريڪا ۾ هڪ هنگامي اجلاس گهرايو، جنهن ۾ ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ سنڌين تي ٿيندڙ حملن جي روڪٿام بابت صلاح مشورو ڪيو ويو. اُن گڏجاڻيءَ جي صدارت منل وقاصيءَ ڪئي. هن گڏجاڻيءَ ۾ سنڌ مان حفيظ پيرزادي ۽ ڊاڪٽر سليمان شيخ به شرڪت ڪئي. هن گڏجاڻيءَ ۾ =/2000 ڊالرن جي خرچ سان به ايمبولنسون خريد ڪري، ڪراچيءَ جي انهن علائقن ۾ موڪليون ويون، جتي ايڌي فائونڊيشن جي رسائي نه هئي. عسڪر قلباڻي =/3600 آمريڪي ڊالرن سان فري اسڪالرشپ ڏيڻ جو اعلان ڪيو. اهي وظيفا سنڌ ۾ سگا (سنڌ گريجوئيٽ ائسوسيئيشن) جي مدد سان هلندڙ روشن تارا اسڪولن جي شاگردن لاءِ مخصوص ڪيا ويا. 1989ع جو سال سانا جي ڪارڪردگيءَ جي حوالي سان تمام اهم ثابت ٿيو. هن سال نه صرف گڏجاڻيءَ ۾ شرڪت ڪندڙن جو تعداد وڌيو، پر سانا پاران شايع ٿيندڙ رسالو 'سنگت ورلڊ' سنڌ مان شايع ٿيڻ لڳو. 1989ع واري سانا گڏجاڻيءَ ۾ عورتن جي پڻ شموليت هئي. هن گڏجاڻيءَ ۾ سنڌ جي مشڪلاتن ۽ مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ =/2500 آمريڪي ڊالرن جو فنڊ گڏ ڪيو ويو. هيءَ تنظيم پنهنجي قيام کان وٺي سنڌي قوم کي هڪ پليٽفارم تي متحد ڪري، سنڌن سياسي، سماجي، تهذيبي ۽ ثقافتي ورثي ۽ معاشي امنگن کي پوري ڪرڻ لاءِ جاکوڙيندي آئي آهي ۽ اڄ به جاکوڙي پئي. اتر آمريڪا ۾ سانا جي هڪ شاخ ڪينيڊا ۾ به قائم آهي.

سانا جا هن وقت پنج زون (علائقا) مختلف ريجنل سيڪريٽرين جي اڳواڻيءَ ۾ سرگرم آهن. جن مان پهريان چار زونَ آمريڪا جي مختلف رياستن جا، جڏهن ته پنجون زون ڪئنيڊا آهي. تازو 2013ع کان 2015ع تائين چونڊيل ايگزيڪيوٽو باڊيءَ جا عهديدار هن ريت آهن:

جميل دائودي (صدر)، اعجاز ڪولاچي (نائب صدر)، نورالنساءِ گهانگهرو (جنرل سيڪريٽري)، خليل ميمڻ (جوائنٽ سيڪريٽري)، عاصم ڪاغذي (اطلاعات سيڪريٽري)، ارشاد قاضي (خزانچي).

سانا جي زون-1 جو ريجنل سيڪريٽري خالد چنا، زون-2 جو منصور سمون، زون-3 جو اعجاز ميمڻ، زون-4 جو صفدر پنهور ۽ زون-5 (ڪئناڊا) جو ريجنل سيڪريٽري اويس لغاري آهي.

**سانير**: ڍورن، خاص ڪري مينهن جي ڳچيءَ ۾ هڪ وڏو چڙو، گهنڊ يا ڪرڪو ٻڌو ويندو آهي، ان کي سانير چئبو آهي. شاهه لطيف سر سهڻيءَ ۾ سانير يعني وڏي چڙي يا ڪرڪي جو ذڪر هيئنءَ ريت ڪيو آهي:

ڪرڪن خوش ڪياس، محبتي ميهار جي،
پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي، آڌي ڏئي اُتياس،
سُتي جاڳاياس، سانير سپيرين جي!

- راجپوتانا جي سانير ڍنڍ مان ملندڙ لوڻ کي به سانير چوندا آهن.
- رڍن جي ڌڻ اڳيان هلندڙ، رهبري ڪندڙ رڍ کي به سانير چيو ويندو آهي.

**سانٺ وارو دڙو** (ماڳ): هڙپا دور جو هيءُ دڙو تعلقي فيض گنج ۽ تعلقي ناري، ضلعي خيرپور ميرس جي سرحد تي واقع آهي. هي دڙو 10 فوٽ کن اوچو ۽ پنجن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. دڙي تي چوڙين جا ڀڳل ٽڪر، مختلف ٿانون جا ٺڪر، سرن جا اڌڙ ۽ ڪجهه اڏاوتن جا نشان ملن ٿا. هي ماڳ هاڪڙي کي ويجهي هئڻ ڪري سنڌو سڀيتا جي دور جو لڳي ٿو. هتان سنڌو تهذيب وارو ڳاڙهي تي ڪارو ٺڪرائو جام ملي ٿو. پر ڪوٽائيءَ کانپوءِ ملندڙ وٿن ۽ نوادرات ڏسڻ کان پوءِ دڙو جو تعين ڪري سگهبو. هتان ٺڪر جي بيل گاڏيءَ جو هڪ نمونو پڻ هٿ آيو آهي.

**سانپا** (Earth Worms): سانپا، زميني ڪينئان آهن، جيڪي باغن توڙي گهرن ۾ پوسل وارن هنڌن تي اڪثر سُرندي نظر ايندا آهن. سانپا اڌ فوٽ کن ڊگها ٿين ٿا، جن جو بدن نازڪ ۽ نرم ٿيندو آهي. سنهڙي ٻلا جي شڪل جا ٿيندا آهن. حڪيم هنن کي دوائن ۾ استعمال ڪندا آهن. هي اڪثر ڪيلي جي وڻن جي پاڙن ۾ يا ٻين پاڻيءَ وارن هنڌن تي اندر زمين ۾ رهندڙ ٿلهي سڳي جهڙا



ڊگها جيت ناسي رنگ جا ٿيندا آهن. سانپي کي اتان ڪڍي مٽيءَ کان صفا ڪري پوءِ ڪم آڻبو آهي. حڪيمن موجب ڊاک جي پاڻيءَ سان گڏ مٿاني جي پٿري، ڪنگهه ۽ يرقان ۾ فائدو ڪن ٿا. انهن جي تيل ۾ منو تيل ملائي گنج ۽ وار ڇڙي جي جاين تي لڳائڻ سان وار جلد نڪرندا آهن.

**سانپڙو** (Brahminy Blind Snake /Ramphotyphlops Braminus): سانپڙو Typhlopoidae ڪٽنب جي ننڍڙن نانگن مان آهي، جيڪي 10 کان 15 سينٽي ميٽرن جا ٿين ٿا. انهن جو رنگ ڳاڙهسرو، ڀورو يا ڪارو هوندو آهي. هي سنهڙي ڏور جهڙا ۽ انڌا نانگ هوندا آهن.



تولهه ۾ مٿي کان پڇ تائين هڪجهڙا هوندا آهن ۽ سانپن جهڙا لڳندا آهن. هنن کي منڍي، ڌڙ ۽ پڇ سڀ ڪجهه هوندو آهي، پر منجهن ڪو خاص فرق نظر نه ايندو آهي. سانپڙا جسم جا نرم، چمڪدار ۽ لسن چلرن سان ڍڪيل ٿين ٿا. اهي ڏسڻ ۾ نانگن جهڙا لڳندا آهن ۽ نانگن وانگر لهردار ريڙهيون پائيندا آهن. اڪثر انهن کي نانگن جا ٻچا سمجهيو ويندو آهي. هنن جون اکيون غير نمايان، مٽي جي چلرن هيٺ ٻن ننڍڙن ڪارن نشانن جهڙيون لڳنديون آهن. هو ڏسي نه سگهندا آهن، پر ڪين روشنيءَ جو احساس ٿيندو آهي. سانپڙا سڄي عمر زمين ۾ رهندا آهن. انهن جي زبان به وڏن نانگن وانگر ٻه شاخي ٿيندي آهي، جيڪا گهڙي گهڙي ٻاهر ڪڍندا آهن. هنن جا ڏند ڪمزور هوندا آهن، وات معمولي کلندو آهي، جنهن وسيلي زمين جا جيت کائيندا آهن. سانپڙا عام طور تي ٻوڙن، گهميل ۽ جانودار ماحول ۾ رهندا آهن ۽ نرم زمين ۾ پنهنجي منڍي (Face) سان 10-15 سينٽي ميٽر کن سوراخ ڪري گهڙي ويندا آهن. اهي اڪثر گلن جي نرسرين مان ڪونڊين جي ذريعي عام گهرن ۽ باغن ۾ منتقل ٿيندا آهن.

سانپڙا اپريل کان مئي جي وچ ۾ 3 کان 8 آنا ڏين ٿا. سندن آنا ڊگهڙا ٿين ٿا، جن جا ٻئي پاسا گول ٿيندا آهن. سانپڙو پنهنجا آنا زمين ۾ گهميل محفوظ جاءِ تي ڏيندو آهي. ڏيڍ ٻن مهينن ۾ ٻچا ڦٽي پوندا آهن ۽ رڙهڻ شروع ڪندا آهن. هن جنس جي مادي، نر کان قد بُت ۾ وڏي ٿيندي آهي. سانپڙا غير زهريلا ٿيندا آهن. سانپڙو دنيا جي هر ملڪ ۾ ٿئي ٿو. ننڍڙي نانگ کي سنڌيءَ ۾ 'سپ' به چئبو آهي، شاهه لطيف چيو آهي ته:

'سنها پانءَ مَ سپ، وياءَ واسينگن جا.'

يا چوڻي آهي:

'سپ نه ماري، سپ جو سراپ ماري'.

**سانجهي**: سانجهي رسم خاص ڪري سنڌ جي سمات قبيلن ۾ رائج آهي. هيءَ رسم ڪنوار کي ونواهه ۾ ويهارڻ کانپوءِ روزانو شام جو ڪُنوار وٽ هڪ لاڏو (گيت) چئي ادا ڪئي ويندي آهي.

**ساند** (ذات): 'ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا' جي صفحي نمبر 628 موجب سام ۽ جادم جي اولاد مان 'تريٽ' هو، جيڪو سنڌ، گجرات، ڪاٺياواڙ ۽ ڪڇ جي سمن جو چڱو مڙس هو. سندس اولاد مان لاکي گوڙا کي اٺ پُٽ هئا، جن مان هڪڙي پٽ جو نالو 'ساند' هو. جنهن جو اولاد 'ساند سما' ذات جي نالي سان سڏيا ويندا آهن. باقي ٻين نسلن وارا 'ساند' سميجا، ابڙا ۽ ملاح نسل مان شمار ڪيا وڃن ٿا. ڏاهر ذات جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ ساند آهي. ساڳئي ڪتاب ۾ خير محمد ٻرڙي جي تحقيق موجب، پلي بن رائيڏڻ کي ست پٽ هئا، جن مان هڪڙي پٽ جو نالو ساند هو، جيڪو پنهنجي قبيلي جو سردار هو. سندس اولاد ۽ راڄ پڻ پاڻ کي ساند ذات جو سڏايو. ساندن جي خاص پاڙن ۾: ازدين، ينگر، تڳدار، پلي، جٺا، جٺيجا، دليپوٽا، رُجڻ، رُوها، ساند، سما، سمي پوٽا، سميجا، ڏاهر (ڏهر)، ڪامڙا، گهمڻ، مريڙا ۽ وڙيل شامل آهن.

**ساندڪي** (ديهه): تعلقي هالا جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ساند، محمد ڏاهري، شاهه محمد ڏاهري، صالح مگرٻو، قل مگرٻو، راهوند، ڪولهي ۽ هالا ريلوي اسٽيشن.

**ساند، محمد ايوب**: سماج سڌارڪ ۽ نامور استاد محمد ايوب ساند 1926ع ڌاري ڳوٺ مشائخ هوٽيءَ ضلعي ٽنڊي الهيار ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ڳوٺ مشائخ هوٽيءَ مان ورتائين. سنڌي 7 درجا (فائنل) پاس ڪرڻ کانپوءِ 14 آگسٽ 1947ع تي ماستر مقرر ٿيو. ان وقت ماستر

ڪي منشي چوندا هئا. هن 33 سالن تائين موجوده سانگهڙ ۾ پراڻي حيدرآباد ضلعن جي مختلف هنڌن، ڳوٺ صالح خاصخيلي، مشائخ هوتي ۾ ٽنڊي آدم جي اسڪولن ۾ ماستر، پوءِ هيڊماستر طور ذميواريون سنڀاليون. هو نهايت ئي محنتي، قابل استاد ۽ بهترين منتظم هو. سندس ڪيترائي شاگرد اڄ وڏن وڏن عهدن تي فائز آهن. ماستر محمد ايوب هر ننڍي وڏي ڳوٺ ۾ وڃي ماڻهن ۾ شعور ۽ سجاڳي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، غريبن جو هڏ ڏوکي ۽ صاف گو انسان هو. هن 1981ع ڌاري نوڪريءَ تان رٽائرمنٽ ورتي. رٽائرٽيڻ وقت ڪيس 65 هزار روپيا پينشن ملي، جيڪا پڻ غريب ماڻهن ۾ ورهائي ڇڏيائين. نوڪريءَ تان رٽائر ڪرڻ ڪانپوءِ هن پاڻ کي ڪُل وقتي سماجي ڪارڪن بڻائي ڇڏيو. هن ڪيترائي ترقياتي ڪم ڪرايا، ڪيترن ماڻهن جي ضروري مسئلن لاءِ سرڪار جي عملي سان لکپڙهه ڪيائين. هن ٽنڊي آدم ميونسپل جي ان وقت جي چيئرمين عبدالستار غوريءَ جي ڪوشش سان جنرل ضياءُ الحق کي روبرو درخواست ڏئي ٽنڊي آدم، ميرپورخاص وارو روڊ منظور ڪرايو. جيڪو ٽن ضلعن ميرپورخاص، سانگهڙ ۽ ٽنڊي الهيار کي پاڻ ۾ ملائي ٿو. اهڙيءَ طرح سندس ڪيترائي سماجي ڪم آهن، جن جي ڪري اڄ به مقامي ماڻهو کيس ياد ڪندا رهن ٿا. آخر ۾ ڪينسر جي مرض ۾ مبتلا ٿي پيو ۽ ڪجهه عرصو بيمار رهڻ بعد پهرين ڊسمبر 1986ع تي وفات ڪيائين.

**ساند ولي قبرستان:** ساند ولي نالي تاريخي قبرستان، ضلعي ٽنڊي الهيار جي مشهور شهر مسڻ ڪان ٽي ڪلوميٽر ڏکڻ ۾ اوير جي ڪُنڊ تي، ديهه نيلوفريءَ ۾ واقع آهي. هي قبرستان مغلن جي دور جو آهي. قبرستان ۾ بزرگ ساند ولي جي قبر ڏهن فوٽن جي دڙي تي واقع آهي. سندس قبر تي نئين سنگ مرمر جي ڪتبي تي 900 هجري لکيل آهي. هن قبرستان جي ايراضي هڪ بلاڪ تي مشتمل آهي. هن قبرستان ۾ مختلف ذاتين جا ماڻهو دفن ٿيل آهن. جهڙوڪ: ٽيهبا، مگريا، لغاري، ڪوسا، سميجا، ملاح، ڪلر ۽ گانگهلا وغيره. قبرن کوٽڻ دوران ڪڏهن ڪڏهن زمين مان پراڻيون سرون ۽ اگار نڪرن ٿا، ان مان لڳي ٿو ته اول هن جاءِ تي ڪو تاريخي شهر آباد هو.

**سانڊو** (Spiny Tailed lizard/ Uromastyx Hardwickii): هي سانڊي جو عام قسم آهي، جنهن جو رنگ گهرو سرمائي ٿئي ٿو هنن جو پيٽ هلڪو سرمائي ٿئي. ننڍڙو گول مٿو چپٽرو بت، پڇ تي ڪنڊيدار ڇلرن



جهڙا گهنج ٿيندا آهن. عام طور، عمودي ٻرن ۾ رهي ٿو ۽ اڌ جسم ٻر مان ڪڍي ٻاهر پيو ڏسندو آهي ۽ خطرو محسوس ڪندي ئي اندر گهڙي ويندو آهي. هي گاهه خور آهي. سانڊي جي چربي وغيره مان حڪيم تيل ڪڍي وڪڻندا آهن.

**ست رنگو/ باغبان سانڊو** :(Common Garden Lizard (Calotes Versicolour هي سانڊي جو هڪ قسم آهي، جنهن جو مٿو وڏو ۽ بيضوي ٿئي ٿو ان جو اڳيون ڌڙ پوئين ڌڙ جي ڀيٽ ۾ ڪنهن حد تائين وڏو ٿئي ٿو ۽ پٺيءَ ۽ ڪنڌ تي ڪنڊيدار ڇلر ٿيندا اٿس. ٽنگون ۽ ٻانهون سنهيون، پر مضبوط اٿس. اڪثر وڻن جي ٽارين تي ويٺل يا هلندو نظر ايندو آهي.



مڪڙ ۽ ٻيا جيت وڏي شوق سان کائيندو آهي، جيتوڻيڪ تيز ڊوڙڻ جي صلاحيت رکي ٿو، ان هوندي به بازن/ ڪئامارن ۽ نانگن جو شڪار ٿي ويندو آهي. هي سانڊو ڪافي محتاط رهندو آهي ۽ ٽارين کي مضبوطيءَ سان جهلي ڪنڌ مٿي ڪٽي هلندو آهي، جسم جو رنگ بدلائيندو رهندو آهي. ڪنڌ هيٺ مٿي ڌوڻيندو ۽ ڳلو ڦوڪيندو آهي. هن جو عام رنگ سرمائي، ناسي يا پيلو ٿئي ٿو پر اهو پنهنجو رنگ بدلائي سائو ڳاڙهو به ٿي سگهي ٿو. جڏهن نر سانڊو موج ۾ هوندو آهي ته ان جي منڍي رنگ بدلائي ڳاڙهي ٿي ويندي آهي. 'ست رنگو سانڊو' سڄي ڏکڻ ايشيا ۾ عام آهي ۽ ميدانن، جابلو ڪنڌين ۽ باغن ۾ نظر ايندو آهي. مادي هڪ وقت ۾ 10 کان 25 تائين آنا ڏئي ٿي. سنڌيءَ ۾ عام پهاڪو آهي ته: "فلاڻو سانڊي وارا رنگ پيو مٽائي."

**سانِسو ڍنڍ** (Saneso Dhandh) **(قديم ماڳ)**: خيرپور ميرس ضلعي جو تعلقو ميرواهه ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ حصو ننڍين ٽڪرين تي مشتمل آهي، جيڪي 'روهڙيءَ وارين ٽڪرين' جو حصو آهن ۽ ٻيو ميداني علائقو جيڪو ڪنهن وقت درياهه جي اُٿل تي آباد ٿيندو هو ۽ هاٿي ڪئنالن جي نهڻ سبب 'ٻئراجي' علائقو سڏجي ٿو ٻنهي علائقن ۾ انسان جي اوائلي ڪارگذاريءَ جا آثار ملن ٿا. روهڙيءَ جون ٽڪريون 73 ڪلوميٽرن جي ايراضيءَ ۾ اتر کان ڏکڻ ۾ پکڙيل آهن. هتان پوئين دور کان وٺي 2000 ق. م تائين جا ماڳ مليا آهن. هي ماڳ گهٽي ياڳي سر ۽ ڍنڍن جي آسپاس آهن. سانسو ڍنڍ جي اوسي پاسي ڪل 6 قديم ماڳ آهن. جيڪي گهڻو ڪري واريءَ جي دڙن ۽ لاهن ندين تي آهن. هي ماڳ گهڻو ڪري پٿر جي وچئين/ ميزولٿڪ دور جا آهن. سنڌ ۾ هي دور 10000 ق. م کان 5000 ق. م تائين هليو هوندو. هنن

ڇهن ئي ماڳن جو احوال هيٺ ڏجي ٿو:

(1) **سانسو ڍنڍ نمبر 1:** هي ماڳ "50'40°68 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ۽ "50'40°27 ڊگريون ويڪرائي ڦاڪ تي، سانسو ڍنڍ وٽ، هڪ ڊِڀ جي لاهيءَ وٽ آهي. هن ماڳ تي ثقافتي ڪٺي وڏي ايراضيءَ ۾ پکڙيل



آهي. ماڳ جي مٿاڇري تان سادو ۽ چٽيل ٺڪرائو مليو آهي. ٺڪر جي مطالعي ڪانپوءِ پتو پوي ٿو ته هي ٺڪر تاريخي دؤر (Historic Period) سان واسطو رکي ٿو. هتان پٿر جا ننڍڙا اوزار به مليا آهن، جن ۾ تيرن جون اڻيون، پتا، ڪورون ۽ چوڙيون وغيره شامل آهن. تحقيق مطابق هنن اوزارن جو واسطو ميزولٿڪ دور سان آهي. ڍنڍ جي اتر طرف ٿوري پنڌ تي هڪ لاهيءَ تي شيشي جا ٽڪرا به مليا آهن، جڏهن ته شيشي سان ٺڪرائي جو به گهاٽو تهه موجود آهي.

(2) **سانسو نمبر 2:** سانسو ڍنڍ جي اڀرندي ڪناري "32'04°27 ڊگريون اوڀر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "09'41°68 ڊگريون اتر ڊگهائي ڦاڪ تي به هڪ قديم ماڳ موجود آهي. هتان ڪجھ ثقافتي وٿون مليون آهن، جن ۾ سادي ۽ چٽيل ٺڪر ڪانسواءِ پٿر جا گليلا، ننڍا پٿري اوزار ۽ هڪ چلهه



جا نشان مليا آهن، جنهن ۾ خاڪ به موجود آهي، جنهن مان ڄاڻ پوي ٿي ته هيءَ جاءِ انساني رهائش جي استعمال هيٺ رهي هوندي. هي ماڳ به ميسولٿڪ کان 2000 ق. م تائين جو ليکيو وڃي ٿو هن ماڳ مٿان هاڻي قبرستان قائم ٿي چڪو آهي.

(3) **سانسو نمبر 3:** هي ماڳ به سانسو ڍنڍ کان اتر طرف اڌ ڪلوميٽر جي پنڌ تي "68 '11.3 41° ڊگريون اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ گهائي ڦاڪ ۽ "24.8 '04 27° ڊگريون اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي تعلقي ميرواهه ۾ موجود آهي. هي ماڳ هڪ ننڍي ڊرينهن تي آهي، جنهن تي هاڻي قبرستان

ٺهي ويو آهي. ڊڙي جي مٿاڇري تي وڏي ايراضيءَ تي ثقافتي ڪٺر پکڙيل آهي. ثقافتي شين ۾ پٿر جي اوزارن جا ٽڪرا، چٽيل ۽ سادو ٺڪر ملي ٿو ٺڪر جي ڪنن ۽ ڍڪڻن جو وڏو تعداد پکڙيل آهي. انهيءَ ڊڙي جي اولهه طرف ٿورڙي پنڌ تي هڪ ٻي پيٽيءَ جا



نشان مليا آهن. ٿي سگهي ٿو ته اها پيٽي سانسو- 3 سان ئي لاڳاپيل هجي يا ان جو ڪو حصو هجي. اتي به ٺڪرائو جهجهي تعداد ۾ پکڙيل مليو آهي. هن جاءِ تي قديم انسان پاران چقمقي پٿرن مان اوزارن ناهڻ جي ڪارگذاريءَ جا چٽا آثار ملن ٿا. هتي پٿر جي پرزن ۽ ڪورن جو ايترو گهڻو تعداد مليو آهي، جو لڳي ٿو ته هتي ڪا اوزارن ناهڻ جي صنعت هئي. هي ماڳ به ميزولٿڪ دور کان 2000 ق. م تائين آباد ٿيل ٿو ڏسجي.

(4) **سانسو نمبر 4:** هي قديمي ماڳ سانسو ڍنڍ جي ڏاکڻي ڪناري هڪ وڏي ڊرينهن تي "57.3 '40°68 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ۽ "06 '04°27 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي. انهيءَ ڊرينهن تي ثقافتي ڪٺي ملي آهي ۽ ان جي سطح سڌي آهي. ثقافتي شين ۾ پٿري پُرڙ (Chert Flake) وڏي ايراضيءَ تي پکڙيل ملن ٿا. هن ماڳ تان تيرن



جون اڻيون ۽ چوڙين جا ڀڳل ٽوٽا به گهڻي تعداد ۾ مليا آهن. هن ماڳ کي آڳاٽي دور ۾ هنري هنڌ جو درجو حاصل هو. هي ماڳ ميزولٿڪ دور جو ليکجي ٿو.

(5) **سانسو نمبر 5:** هي ماڳ سانسو ڍنڍ جي ڏکڻ ۾ موجود هڪ قبرستان وٽ، واريءَ جي ڊڙي جي لاهيءَ وٽ، "53.9'40°68 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ۽ "31.3 '04°27 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي. ثقافتي ڪٺي

چگي ايراضيءَ تي پکڙيل ملي ٿي. هتان ملندڙ وٿن ۾ سادو ۽ چٽيل ٺڪر عام ملي ٿو. جڏهن تہ ننڍڙن پٿر جي اوزارن جا ٽڪرا ڏس ڏين ٿا تہ هي قديم ماڻهن جو پٿر مان اوزارن ناهڻ جو هنري هنڌ هو. هن ماڳ تي اجا تحقيق جي ضرورت آهي.

**(6) سانِسو نمبر 6:** هي تاريخي ماڳ سانسو ڏنڊ جي پرسان "68° 40' 31.9 ڊگريون اوير ڊگهائي ڦاڪ ۽ "31.9 '04 °27 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي. هن ماڳ تي ثقافتي ڪٺي چگي انداز ۾ ٽڙيل، پکڙيل ملي ٿي، مٿاڇري تي ڪن جانورن جا هڏا مليا آهن، جيڪي نامعلوم سبب جي ڪري مئا هئا. هتان ڪنڊيءَ جي لوڙهن جا نشان بہ مليا آهن. هن



ماڳ تي ڪنڊيءَ جا وڻ اهڙيءَ ريت پوکيل هئا، جو ظاهري طور لوڙهو ٺهي پيو هو. انهن وڻن جي وچ تي پاڻي پيئڻ جي کُہن جو چگو خاصو تعداد ملي ٿو. ان ڪانسواءِ هڪ جستي گلاس ۽ ڪجهه چقمقي پٿر جا سنها ٽڪرا مليا آهن. جنهن مان اندازو ٿئي ٿو تہ هيءَ ڪا مذهبي جاءِ هئي. هتان ڪجهه چلهن جون ٺوبيون، شيشي جون چوڙيون، لوهہ جو ٽڪر ۽ ٻيون شيون بہ مليون آهن. هن ماڳ تي وڌيڪ تحقيق جاري آهي، جو قديم سان گڏ جديد دور جون شيون آئينو وغيره مليا آهن.

جڏهن شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جي آرڪيالاجي شعبي جي پروفيسر قاصر حسين ملاح، دبي ۽ ميرواهہ ۾ ڏنڊن جي آسپاس قديم ماڳن جي سروي پئي ڪئي تہ ڪيس هي ماڳ 1996ع ۾ هٿ آيا ۽ هن هڪ رپورٽ ذريعي منظرعام تي آندا. هن ايراضيءَ تان مجموعي طور 46 قديم ماڳ مليا هئا، جن جي کوٽائي نہ ٿي هئي، صرف مٿاڇري تان وٿون گڏ ڪري، سرسري تحقيق ڪري، ماڳن جي عمر ڪٿي وئي آهي. هنن مان ڪيترا ماڳ اوائلي پٿر جي دور جا چيا وڃن ٿا، پر جيستائين انهن ماڳن تي جامع انداز سان تحقيق ۽ باقاعدي کوٽائي نہ ٿي ٿئي، تيستائين سنَد سان ڪجهه بہ نہ ٿو چئي سگهجي.

**سانکوٽو:** سانکوٽو سنک يا کوڏ جو هڪ قسم آهي، جنهن جون هزارين جنسون مٺي ۽ کاري پاڻيءَ ۾ ٿين ٿيون، جن مان ڪي ننڍڙن ساهوارن تي گذران ڪن ٿا ۽ ڪي هڪ قسم جو ڪاڏو کائي زندگي گذارين ٿا. آبي سانکوٽا ڪلين رستي ساهہ کڻن ٿا ۽ زمين تي رهندڙ ڦڦڙن رستي ساهہ کڻن ٿا. ڪيترا زميني سانکوٽا سمنڊ ڏانهن هليا ويا آهن. پر ان هوندي بہ ڪيترا زميني مٿاڇري تي موجود آهن. زميني سانکوٽا ٻنهيءَ جنس وارا ٿين ٿا. سانکوٽا لعابي يا ترڪٽي گس تان



هلندا آهن. دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ سامونڊي پاڻيءَ جا تازا سانکوٽا کائبا آهن، جيڪي لذيذ کاڄ ۾ شمار ٿين ٿا. پراڻي دور ۾ رومي سانکوٽا پاليندا هئا. سانکوٽن جي ڪن قسمن رستي انسانن ۾ هاڃيڪار بيماريون پيدا ٿين ٿيون، سانکوٽا ساوڪ کي بہ نقصان پهچائيندا آهن. باغن ۾ ٿيندڙ گهونگها (Slugs) خطرناڪ قسمن ۾ شمار ٿين ٿا.

سنڌ جي هاليجي ڏنڊ ۾ هڪ خطرناڪ قسم جو سانکوٽو 'گولڊن ايپل' (Golden Apple Pomacea Canaliculata) ڏٺو ويو آهي، جيڪو 24 ڪلاڪ ساوڪ کائيندو رهي ٿو هي انساني صحت لاءِ هاڃيڪار آهي ۽ ڏنڊ کي خطرناڪ حد تائين نقصان پهچائي سگهي ٿو.

**سانگ آف دي اسپرٽ (ڪتاب):** هي ڪتاب ڀائي چئنراءِ 'ساميءَ' جي چوند سنڌي سلوڪن جي انگريزي نظم (Verse) ۾ ترجمي تي مشتمل آهي، جيڪو شانتي ايل. شاهاڻيءَ ڪيو آهي. ڪتاب جو انگريزيءَ ۾ مڪمل نالو: Song of The Spirit (Selected Verses of Sami- A Mystic of Sindh) آهي.




ڪتاب جو مهاڳ (Foreword) ساڌو ٽي. ايل واسواڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن Life of My Master-Sami عنوان هيٺ لکيو آهي تہ: "سامي منهنجو ستگروَ (سچو مرشد) آهي ۽ اُن ماڻهو جو ستگروَ آهي، جنهن هن کي پڙهيو ۽ سمجهيو آهي. هو مطلق هستيءَ ۽ حق جو ازلي ۽ ابدي استاد آهي، جنهن پنهنجي لافاني شاعري ڏني." شانتي ايل شاهاڻيءَ، 'ساميءَ جي سلوڪن' کي 'Book of Nature' سڏيو آهي.

هن ڪتاب ۾ ساميءَ جي زندگيءَ ۽ مقصد بيان ڪرڻ ڪانسواءِ سندس چوند اسلوڪن جو سرس ۽ سليس انگريزيءَ ۾ ترجمو ڏنو ويو آهي.

ڪرائون سائيز جي 124 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، 1947ع ۾ مدرلئنڊ پريس، ڪراچيءَ مان ورهاڱي کان اڳ ڇپجي پڌرو ٿيو هو. جنهن جي قيمت 3 روپيا آهي.

**سانگ:** سانگ، ناچ جو هڪ قسم آهي. سنڌي لوڪ ناچ جي سانگ ۾ ڪل پوڳ ۽ گهيچ ڳايا ويندا آهن. هي ناچ شادين مرادين ۾ ڳائڻ وڄائڻ وقت ڪيو ويندو آهي. قديم وقت کان وٺي ڳوٺن ۽ راڄن ۾ مڳٺهار ڳائڻ وڄائڻ سان گڏ سانگ وڄهندا هئا، جنهن ۾ عورتون توڙي مرد کو

مزاحيه روپ ڌاري هٿن پيرن جي اشارن سان ڊولائيون ڪون ڪڻندي تمثيل پيش ڪندا آهن. مثال طور: هڪڙو ناچو مهري مٿي تي رکي ان مٿان پاڻيءَ جو ڀريل گهڙو رکي گهنگهرن وارو ڏونڪو هٿ ۾ ڪٽي پيرن ۾ چير ٻڌي نچڻ شروع ڪندو ۽ هيءُ ٻول چوندو:

پاٽيئڙي تي ٿي وڃان ڙي منڙا، پاٽيئڙي تي ٿي وڃان،
هن ڪوهر جو ڪارو پاڻي، مني تي ٿي وڃان،
سينهي ناهي مٿي تي، گهڙو گهڙي تي پيجان.

سانگ ۾ ڪيترائي قسم هوندا آهن. جن ۾ عورتون عورتاڻن ڪمن ڪارن جا نقل پيش ڪنديون آهن ۽ مرد مرداڻن مامرن تي سانگ وجهندا آهن. مثال طور: هڪڙو ڇوڪرو اٿي چوندو "ماما، چاچا! مون کي پرڻاءِ"، جواب ۾ ٻيو چوندو "زال پوڙهي آهي، ڏند به ڪونه اٿس" وغيره.

ماما مڱيو آهيان چاچا تڱيو آهيان،
سرمي سينگار ڪان ڇٽو آهيان
ابا زال پوڙهي آهي
ڏندڻ مساڳ ڪان ڇٽو آهيان...!

ائين سانگ ۾ معاشري جي عيبن جي عڪاسي ٿيل هوندي آهي. سانگ، غم، خوشي ۽ مزاح جي ترجماني ڪن ٿا. عورتون سانگ 'جهيڙي' کي به چون. جيڪڏهن هڪ عورت ٻيءَ سان لاڳيتو جهيڙو ڪندي ته چيو ويندو، فلاڻيءَ يڪو سانگ وڌو آهي يا سانگ ڪيو آهي.

سانگ کي سنڌي اوپيرا يا منظوم ڊرامي جي اوائلي صورت چئي سگهجي ٿو. هن ۾ مختلف ڪردار، تاثراتي اداڪاريءَ جي صورت ۾ ماڻهن لاءِ تفريح جو سامان موجود ڪندا آهن. سانگ گهڻو ڪري مذهبي ڏڻن، شادين مرادين ۽ خوشيءَ جي موقعن تي وڌا ويندا آهن. سانگ سنڌي اوائلي معاشري ۾ تفريح جو اهم ذريعو هو. سانگ هندي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ مسخري، راند ڪرڻ، ڪل ڀوڳ ڪرڻ آهي.

**سانگي (ڪتاب)**: نامور نقاد ۽ اديب احسان بدويءَ جو هيءُ ڪتاب انگريز دور جي مشهور غزل گو شاعر مير عبدالحسن 'سانگي' جي شخصيت، فن ۽ ڪلام بابت آهي. ڪتاب جو مهاڳ پير علي محمد شاهه راشديءَ جو لکيل آهي. احسان بدوي ٻن اکرن ۾ لکي ٿو ته: "هن ڪتاب ۾ مون سنڌي شاعريءَ جي بهترين غزل گو شاعر مير عبدالحسين سانگيءَ جي غزلن جو انتخاب پيش ڪيو آهي، مگر ان کان اڳ مون سنڌي غزل جي شروعات، شاعر جي سوانح حيات ۽ خود شاعر جي ڪلام تي انتقادي نظر به وڌي آهي، ان خيال کان ته جيئن شاعر جي ڪلام کي سمجهڻ ۾ نه رڳو آساني ٿئي، پر ان مان صحيح لطف حاصل ڪرڻ جو به بهتر ذريعو ٿي سگهي."




ڪتاب: تمهيد ڪانپوءِ (الف)، سنڌي غزل جي ابتدا، (ب) سوانح حيات، (ج) سانگيءَ جي شاعري ۽ انتخاب غزليات تي مشتمل آهي. ڪرائون سائيز جي 140 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، جولاءِ 1965ع ۾ محمد ڪرامت الله عثمانيءَ، ٽيڪنيڪل پرنٽرز ميڪلوڊ روڊ، ڪراچيءَ ۾ ڇپيو ۽ احسان بدويءَ، 7- الحق مينشن، خوشحالداس اسٽريٽ، ميڪلوڊ روڊ، ڪراچيءَ مان ڇپرائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي قيمت 5 روپيا آهي.

**سانگي، الهه رکيو**: صوفي شاعر فقير الهه رکيو سانگي ڳوٺ ٻيٺهڙي، تعلقي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو فقير صاحب مقبول عوامي شاعر چتي فقير سانگيءَ جو خاص طالب هو ۽ چتي فقير جو ڪلام ساڻس گڏجي ڳائيندو هو. سفر جي حالت ۾ هميشه ساڻس گڏ هوندو هو فقير الهه رکيو، چتي فقير جي صحبت ۾ رهي صوفياڻي رنگ ۾ رڱجي ويو. چتي فقير جي شاعريءَ جو مٿس ايترو اثر ٿيو جو پاڻ به ڪافيون چوڻ لڳو. سندس ڪلام ۾ چتي فقير جي فڪر ۽ فن جو عڪس نظر اچي ٿو. شعر ۾ پنهنجو نالو الهه رکيو تخلص طور ڪم آڻيندو هو. سندس ڪافيون الهڏتي فقير ماڇيءَ جي بياض تان ورتيون ويون آهن. جيڪي سنڌي ادبي بورڊ ۾ موجود ڪافين جي بياض ۾ محفوظ آهن. الهه رکيي فقير 1927ع ڌاري وفات ڪئي.

**سانگي ريلوي اسٽيشن**: هيءَ ريلوي اسٽيشن، سکر کان اٽڪل 40 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي پنجاب ويندڙ ريلوي لائين تي واقع آهي. هن ريلوي اسٽيشن جو بنياد انگريز دؤر ۾ پيو. هيءَ ريلوي اسٽيشن، روهڙيءَ واري ٽريڪ تي آهي، جيڪا ڪراچيءَ کان اسلام آباد تائين وڃي ملي ٿي. 3 جنوري 1990ع تي رات جو ساڍي يارهين وڳي ڌاري سانگي ريلوي اسٽيشن تي بيٺل مال گاڏيءَ سان مسافر ريل بهاءُالدين زڪريا ايڪسپريس جو ٽڪر ٿي پيو هو، جنهن ۾ 350 کان وڌيڪ ماڻهو ٿڌي تي فوت ٿي ويا هئا ۽ 700 کان وڌيڪ ماڻهو زخمي ٿي پيا هئا. هيءَ ريلوي اسٽيشن اڄ به انهيءَ واقعي سبب ياد ڪئي وڃي ٿي.

**سانگي، عثمان فقير**: سنڌ جي نامور صوفي شاعر فقير محمد عثمان ولد خير محمد سانگيءَ جو جنم، 1778ع ڌاري، ڳوٺ ڇامڙي سانگي، تعلقي لاڙڪاڻي ۾ ٿيو هن ابتدائي تعليم پنهنجي والد خير محمد سانگيءَ کان حاصل ڪئي. کيس عربي ۽ فارسيءَ تي ڪافي مهارت حاصل هئي. عثمان فقير سانگي، اهل الله، درويش، صوفي ۽ ڪافيءَ جو مقبول شاعر هو هن خواجه عبدالحئي نقشبندي نوشهري فيروز واري جي هٿ تي بيعت ڪئي. خواجه عبدالحئيءَ جي وفات ڪانپوءِ سندس پٽ شاهه نصير جي هٿ تي بيعت ڪيائين. نامور شاعر فقير خوش خير محمد هيسباڻي سندس صحبتي هو. محمد عثمان سانگي وڏي پايي جو ڪافي گو شاعر هو. سندس سمورو ڪلام ڪافين جي مختلف قلمي بياضن ۾ ٽڙيل پکڙيل موجود آهي. منشي پوڪرداس شڪارپور واري 1906ع کان 1910ع ڌاري ڪافين جا ڪيترا ڳٽڪا ڇپايا، جن ۾ عثمان فقير

جي ڪافين جي اڪثريت آهي. هن سرائڪيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ ڪافيون چيون آهن. نامور محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ’ڪافيون‘ ڪتاب ۾ لکي ٿو ته: ”عثمان فقير سنڌي ۽ سرائڪيءَ ۾ ڪافيون چيون، جيڪي حال توڙي قال جي لحاظ کان معياري آهن.“ ان کان سواءِ دين محمد وفائيءَ به سندس ذڪر ’تذڪره مشاهير سنڌ‘ ۾ ڪيو آهي. محمد عثمان فقير سانگيءَ ٽالپرن جو تقريباً سمورو دور ڏٺو.

2004ع ۾ شاهه نصيرالدين ادبي ۽ ثقافتي ڪاميٽي، نوشهري فيروز، ڊاڪٽر نواز علي شوق جو ترتيب ڏنل ڪلام ’عثمان فقير سانگي‘، ڊيمي سائيز جي 192 صفحن تي مشتمل ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

هن 12 فيبروري 1860ع ۾ وفات ڪئي.

**سانگي، علي گُل:** سنڌ جي ناليواري عوامي شاعر ۽ صحافي، علي گُل سانگي ولد روشن عليءَ جو جنم، 14 سيپٽمبر 1952ع تي لاڙڪاڻي ويجهو دادوئي ڳوٺ جي زميندار گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم دادوئي مان وٺي سال 1963ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ انگريزي تعليم لاءِ داخل ٿيو. جولاءِ 1964ع ۾ سندس والد قتل ٿي ويو. ان وقت هو 12 سالن جو هو. جنهن بعد هن ديني مدرسي ۾ پڙهڻ شروع ڪيو ۽ خانگي طرح 1990ع ۾ ميٽرڪ ڪيائين. ان بعد گرئجوئيشن به ڪيائين. 11 سيپٽمبر 1983ع تي هڪ تقريب ۾ ڪيس سانگي ذات جي ننڍي سردار طور پڳ ٻڌائي وئي.



علي گل سانگيءَ سياست جو آغاز بلدياتي چونڊ کان ڪيو. 1983ع ۾ يونين ڪائونسل وليد جو چيئرمين ان بعد 4 سال تعلقي ڪائونسل لاڙڪاڻي جو چيئرمين ۽ 1987ع ۾ يونين ڪائونسل دودائيءَ جو چيئرمئن رهيو. علي گل سانگي مشرف دؤر ۾ يونين ڪائونسل فتح پور جو ناظم به رهي چڪو آهي.

علي گل سانگي گهڻ پاسائين شخصيت جو مالڪ آهي. هو هڪ ئي وقت شاعر، صحافي، زميندار ۽ سياستدان پڻ آهي. هن صحافت جي شروعات روزاني مهراڻ اخبار کان ڪئي. علي گل سانگي ڪيترا سال پريس ڪلب لاڙڪاڻي جو صدر رهي چڪو آهي.

هن شاعريءَ جي ابتدا 18-19 سالن جي عمر ۾ ڪئي. هن شاعريءَ جي سکيا ناليواري شاعر جعفر فقير پنهور ۽ مينهل فقير کان ورتي. علي گل سانگيءَ جي شاعريءَ ۾ عوامي رنگ ڀرپور نموني سمايل آهي، جنهن سبب سندس لاڙو ڪئسٽي شاعريءَ ڏانهن ٿيو. علي گل سانگيءَ جا سوين گيت منظور سخيراڻي ڳائي چڪو آهي. منظور سخيراڻيءَ جي شهرت جو وڏو سبب استاد بخاري ۽ علي گل سانگيءَ جي شاعري آهي.

علي گل سانگيءَ جي شاعريءَ منظور سخيراڻي، سرمد سنڌي، استاد منظور علي خان، محمد يوسف سميت سنڌ جا سمورا ننڍين وڏن فنڪارن ڳائي آهي. علي گل سانگيءَ جا ڪيترائي گيت ’منهنجي اڱڻ تي آءُ سهڻا تو لئه نيڻ وڇايان‘ سميت لوڪ گيت مشهور آهن. سندس لوڪ گيتن تي مشتمل هڪ ڪتاب ’گجرم گج‘ مشهور آهي، جيڪو گل حيات پبلشنگ هائوس، لاڙڪاڻي، 1998ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

سندس ٻين ڇپايل ڪتابن ۾: (1) ’پيرم پينگهه‘ (1992ع)، (2) ’ڪنڌيءَ نسريا ڪانهه‘ (1994ع)، (3) ’پيرن پنڌ ڪنڌياس‘ (1995ع) ۽ (4) ’نيڻ ڳالهائن ٿا‘ (1997ع) قابل ذڪر آهن.

**سانگي کي سارِيام (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب مشهور شاعر ۽ نقاد شيخ عبدالرزاق راز جي لکيل خاڪن (profiles) تي مشتمل آهي. ليکڪ ڪتاب جو انتساب پنهنجي شريڪِ حيات جي نالي ڪيو آهي. ليکڪ لکي ٿو ته: ”سنڌي ادب ۾ خاڪا نگاريءَ جي هيءَ پهرين ڪوشش آهي، شايد ڀرپور شخصيتون نظر نه اچن، پر رڳو شخصيتن جون ڪي جهلڪيون ڏسڻ ۾ اچن، جي ائين ٿيو ته مان پنهنجو ڪارج سڦلو سمجهندس.“

’راز‘ صاحب هن ڪتاب ۾ شيخ اياز، استاد حامي، شاهه صاحب (سيد شاهه محمد شاهه)، پروفيسر عبدالمجيد (ميمڻ)، آغا سليم، نارائڻ شيام، عبدالحليم جوش، اياز قادري، غلام رباني ۽ پروفيسر (رام) پنجواڻيءَ بابت خاڪا لکيا آهن. جن بابت لکي ٿو ته: ”ڪن شخصيتن کي پڙهيو اٿم، ڪن کي پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم، انهن سان ڪي قرب جون گهڙيون گهاريون اٿم، اڄ انهن کي ساٿي ۽ سڄڻ سمجهي ياد ڪيو اٿم. ڪين ڪردار ٺاهيو اٿم. ڪجهه حقيقتون بيان ڪيون اٿم. ڪوڙيون ۽ مٺيون. ڪن افسانن جي پرده پوشي ڪئي اٿم. انتها پسنديءَ کي پاسي رکيو اٿم. ڪردار وارا ۽ ٻي ڪردار ماڻهو زندگيءَ جي هر شعبي ۾ نظر ايندا آهن. هروبرو ائين به نه آهي ته صاحبِ ڪردار سڄو سون هوندا آهن. انهن ۾ به ڦيٽ هوندي آهي.“

ڪرائون سائيز جي 123 صفحن تي مشتمل هيءُ خاڪن جو ڪتاب ڊسمبر 1972ع ۾ آفاق صديقي، سيڪريٽري لطيف ڪاميٽي سکر ڇپايو ۽ ان جي قيمت ڏيڍ روپيو آهي.

**سانگي گهوٽڪي (ديهه):** تعلقي ۽ ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حسين سنگهڙ، قالو سانگي، عباس سنگهڙ، صابل عارباڻي، مراد سنگهڙ، جمعو عارباڻي، ايوب لڪڻ، سليمان پهوڙ، در محمد پهوڙ، محمد مراد لولائي، عبدالله لکڻ، الهه ڏنو عرف جعفر، نياز حسين شاهه، عطر لولائي، غلام محمد ڪوسو، سليمان چارڻ، مٺڻ اوڳاهي ۽ الهڏنو لولائي.

**سانگي، مير عبدالحسين:** (ڏسو: ٽالپر، مير عبدالحسين خان سانگي، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا- جلد ٻيو).

**سانگي، نذير احمد، ڊاڪٽر**: تعليمدان ۽ آءِ ٽي جو ماهر ڊاڪٽر نذير احمد سانگي هن وقت علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي، اسلام آباد جو وائيس چانسلر آهي. هن 1981ع ڌاري مهراڻ انجنيئرنگ ڪاليج، ڄامشوري مان گريجوئيشن ڪندي گولڊ ميڊل ماڻيو ۽ پوءِ انگلنڊ پڙهڻ ويو، جتان Advanced Manufacturing System and Technology- CAD/ CAM and Database جي عنوان تي لائيو پول يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي ڪيائين. اعليٰ قابليت عيوض مهراڻ يونيورسٽيءَ پاران ڪيس Bibby اوارڊ (1986ع) ۽ اسپيشل گرانٽ (1987- 1985ع) مليا. قومي سطح تي ٿيندڙ ڪيترن مقابلن ۾ يونيورسٽيءَ جي نمائندگي ڪري اوارڊ پڻ ماڻيائين.



ڊاڪٽر نذير سانگي، نيشنل يي. جي ڪاليج آف انفرميٽڪس اسلام آباد ۾ ڪنسلٽنٽ ٽرينر مقرر ٿيو ان کانپوءِ لڳاتار مختلف ادارن ۾ نمايان عهدن تي ڪم ڪيائين. جن ۾ پراجيڪٽ آفيسر ۽ ايگزيڪيوٽو انجنيئر سٽي سدرن گئس ڪمپني (89-1982ع)، ڊپٽي جنرل مئنيجر ايڇ. ايم. سي ٽيڪسيل، راولپنڊي (92-1989ع)، ايسوسيئيٽ پروفيسر اين. يو. ايس. ٽي (NUST) راولپنڊي (94-1992ع)، پراجيڪٽ انچارج زيبسٽ ڪراچي (99- 1995ع) پروفيس، چيئرمئن ڊائريڪٽر ڪمپيوٽر سائنس ڊپارٽمينٽ علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي اسلام آباد (2010- 1999ع)، ڊين فئڪلٽي آف سائنس علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي (2010- 2009ع). 2010ع ۾ ڪيس يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر مقرر ڪيو ويو.

ڊاڪٽر نذير سانگي ڪيترا تحقيقي مقالا لکي بين الاقوامي ۽ قومي سطح تي ٿيندڙ ڪانفرنسن ۾ پڙهيا، جن مان ڪيترائي شايع ٿيا آهن. هي سنو ٽرينر پڻ رهي چڪو آهي. مختلف رتائن جي ڪاميابيءَ تي ڪيس ڪيترا اوارڊ ملي چڪا آهن. سندس رهبريءَ ۾ ڪيترن شاگردن ايم. فل ڪئي آهي. سندس نگرانيءَ ۾ محمد دائود خٽڪ 'ملٽي ميڊيا' تي پي. ايڇ. ڊي ڪئي آهي. هي گذريل چوڏهن سالن کان اليڪٽرانڪ لرننگ E-Learning جي شعبي ۾ خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي. پاڻ سماجي ڀلائيءَ جي ڪمن ۾ حصو وٺندو رهي ٿو. پاڪستان سميت برطانيا ۽ آمريڪا جي ڪجهه سماجي ادارن جو ميمبر پڻ آهي.

**سانگين سنيارون (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڏي لکيل خطن ۽ ڪن خطن جي جوابن تي مشتمل آهي. ڪتاب جو سهيڙيندڙ عنايت بلوچ آهي. ڪتاب ۾ پروفيسر لطف الله بدوي، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي، ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر پروفيسر قريشي حامد علي خانائي، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي، عبدالرسول قادري، ڊاڪٽر عبدالغفار سومري، عبدالقادر منگي، ڊاڪٽر غلام محمد لاکي، غلام حسين رنگريز، محمد ملوڪ عباسي، عبدالڪريم پلي، ڊاڪٽر فهميده حسين، مفتي محمد رحيم سڪندري، محمد عمر چنڊ، ولي محمد وفا، ڊاڪٽر محمد يعقوب مغل، مدد علي سنڌي، شوڪت حسين شوري، مخدوم جميل الزمان، امداد حسيني، نفيس احمد ناشاد، وينا شرنگي، اسد جمال پلي، يعقوب علي زرداريءَ کان وٺي ارباب نيڪ محمد، تاج جويي، اختر درگاهي، اياز گل تائين 100 کان مٿي اديبن ۽ عام ماڻهن جا خط ۽ ڪن خطن جا ڊاڪٽر بلوچ جا جواب شامل آهن. آخر ۾ هڪ اخبار ڪي خط، هڪ ڪتاب جو مهاڳ ۽ هڪ تعزيتنامو بہ ڏنل آهي.




ڊيمي سائيز جي پڪي جلد سان 292 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب 'ڊاڪٽر اين. اي. بلوچ انسٽيٽيوٽ فار هيريٽيج اينڊ ريسرچ 2013ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 300 روپيا آهي.

**سانگهڙ (ضلعو)**: سانگهڙ ضلعو سنڌ جو راجستان سان لڳندڙ سرحدي ضلعو آهي. جاگرافيائي حوالي سان سانگهڙ ضلعي جي اُتر ۾ ضلعو خيرپور، اُتر اولهہ ۾ ضلعو بينظير آباد (نوابشاهہ)، اولهہ ۾ ضلعو مٽياري، ڏکڻ ۾ ضلعو ميرپورخاص، ڏکڻ اوڀر ۾ ضلعو عمرڪوٽ ۽ اوڀر ۾ راجستان جون جيسلمير ۽ جوڌپور رياستون لڳن ٿيون.




سانگهڙ، سنڌ پرڳڻي جي چئن ڊويزنن: ڪراچي، حيدرآباد، لاڙڪاڻي ۽ سکر مان پراڻي حيدرآباد جي ستن ضلعن مان هڪ آهي. سانگهڙ کي پهريون ڀيرو اپريل 1946ع ۾ ضلعي جو درجو ڏنو ويو، جيڪا حيثيت پوءِ ختم ڪئي وئي. ان بعد سيپٽمبر 1953ع ۾ سانگهڙ کي ٻيو ڀيرو ضلعي جي حيثيت ڏني وئي، جيڪو ان وقت چئن تعلقن: سانگهڙ، کپري، سنجهوري ۽ شهدادپور تي مشتمل هو جن مان پهريان بہ ٽرپارڪر ضلعي مان ۽ پويان بہ نوابشاهہ ضلعي مان ورتا ويا. سال 1977ع ۾ کپري تعلقي تي مشتمل سب ڊويزن قائم ڪئي وئي ۽

شهدادپور تعلقي کي ٽوڙي ٽنڊي آدم تعلقي جو درجو ڏنو ويو ۽ سنجهورو تعلقو، جيڪو شهدادپور سب ڊويزن ۾ هو، ان کي سانگهڙ ڊويزن ۾ شامل ڪيو ويو. ان بعد سال 1989ع ۾ شهدادپور سب ڊويزن ۽ تعلقي کي ٽوڙي سرهاڙي، جيڪو شهدادپور تعلقي جو سرڪل هو، ان کي تعلقي جو درجو ڏئي نوابشاهه ضلعي ۾ شامل ڪيو ويو. هي هڪ سياسي فيصلو هو ۽ اهڙي ئي هڪ سياسي فيصلي موجب هڪ سال کانپوءِ 19 آگسٽ 1990ع ۾ وري ان جو تعلقي وارو درجو ختم ڪري ٻيهر شهدادپور ۾ شامل ڪيو ويو. سال 1990ع جي پڇاڙيءَ ۾ وري هڪ نئين تعلقي هن ضلعي مان جنم ورتو، جنهن کي ڄام نواز عليءَ جو نالو ڏنو ويو، جنهن جو هيڊڪوارٽر ڄام ڳوٺ، جيڪو سنجهوري تعلقي جي نئون آباد ويجهو واقع آهي، مقرر ڪيو ويو. هن نئين تعلقي جي وجود ۾ اچڻ ڪري هن ضلعي جي جاگرافيائي حدن ۾ واڌ آئي، ڇو ته نئين تعلقي ۾ تعلقي ميرپورخاص، ضلعي ميرپورخاص ۽ تعلقي ٽنڊي الهيار مان 19 ۽ ضلعي حيدرآباد مان 6 ديهون ورتيون ويون. هن تعلقي ۾ ڪل 82 ديهون آهن، جيڪي تعلقي سنجهوري، ٽنڊي آدم، ٽنڊي الهيار ۽ ميرپورخاص تعلقن مان ورتيون ويون. اهڙيءَ طرح ساڳئي سال وري ٽنڊي آدم ۽ ڄام نواز علي تعلقن تي مشتمل هڪ نئين سب ڊويزن ٽنڊوآدم وجود ۾ آئي، جنهن جو هيڊڪوارٽر پڻ ٽنڊو آدم مقرر ڪيو ويو.

ضلعي جو هيڊڪوارٽر سانگهڙ شهر ۾ آهي. هن ضلعي جا هن وقت ڇهه تعلقا: سانگهڙ، سنجهورو، شهدادپور، کپرو، ٽنڊو آدم ۽ ڄام نواز علي آهن.

’سانگهڙ‘ نالي بابت روايت آهي ته اهو نالو هڪ ڳوٺ ’سنگهار‘ جو بدليل روپ آهي، جيڪو ڳوٺ، ميرن جي دور ۾ مهاڻن جو ننڍو ڳوٺ هو ۽ اهو هڪ عورت جو نالو هو. انگريز ’سنگهار‘ کي Sanghar لکندا هئا، پر اُن جو اُچار ’سانگهر‘ ڪندا هئا، جو پوءِ ڦري ’سانگهڙ‘ ٿي ويو.

هڪ ٻي روايت آهي ته ’سانگهڙ‘ تي هي نالو ’سنگهري سنگهار ڪئنال‘ تان پيو.

هيءُ ضلعو سنڌ جي زرخيز ضلعن مان هڪ آهي، جنهن ۾ ونئڻ، ڪمند ۽ ڪڻڪ جو فصل عام ٿئي ٿو. ربيع جا مکيه فصل: ڪڻڪ ۽ تيلي ٻج آهن، جڏهن ته خريف جا مکيه فصل ونئڻ، ڪمند ۽ جوئر وغيره آهن. 1984ع جي جاگرافيائي رپورٽ مطابق سانگهڙ کي ايراضيءَ جي لحاظ کان سنڌ جو ستون نمبر ۽ پاڪستان جو ستاويهون نمبر ضلعو قرار ڏنو ويو هو.

1990ع جي جاگرافيائي رپورٽ مطابق سانگهڙ ۾ 6 تعلقا ۽ 442 ديهون شامل آهن. ضلعي جي پکيڙ 10229 چورس ڪلوميٽر آهي.

جاگرافيائي بيهڪ موجب سانگهڙ ضلعو 24′ °68 ۽ 13′ °70 اتر ويڪرائي ڦاڪن ۽ 30′ °21 ۽ 28′ °26 اوير ڊگهائي ڦاڪن تي واقع آهي.

ضلعي سانگهڙ ۾ 55 يونين ڪائونسلون آهن، جڏهن ته هڪ ضلعي ڪائونسل آهي. ضلعي سانگهڙ جي آدمشماري 1421977 آهي. سانگهڙ ضلعي ۾ تعليم ۽ خواندگيءَ جي شرح 30.49 سيڪڙو آهي.

سانگهڙ ضلعي ۾ 2842 پرائمري اسڪول آهن، جن ۾ 2500 ڇوڪرن جا اسڪول ۽ 243 ڇوڪرين جا اسڪول، 79 مڊل اسڪول (44 بوائز ۽ 35 گرلس) ۽ 68 سيڪنڊري اسڪول (54 بوائز ۽ 14 گرلس) آهن. سانگهڙ ضلعي ۾ هاير سيڪنڊري اسڪولن جو تعداد 11 آهي، جن مان 8 بوائز ۽ 3 گرلس اسڪول آهن. ضلعي سانگهڙ ۾ ڪمرشل ووڪيشنل ۽ مونوٽيڪنيڪل انسٽيٽيوٽ جو تعداد 10 آهي، جن مان 7 ڇوڪرن لاءِ ۽ 3 ڇوڪرين لاءِ آهن، جڏهن ته ڊگري ۽ انٽرميڊئيٽ ڪاليج 9 آهن، جن مان 6 ڇوڪرن جا ڪاليج ۽ 3 ڇوڪرين جا ڪاليج آهن.

هن ضلعي ۾ اڪثريت سنڌي ڳالهائيندڙن جي آهي، جڏهن ته سرائيڪي، پنجابي، اردو، بلوچي، گجراتي، مارواڙي ۽ پشتو ٻوليون ڳالهائيندڙ به آباد آهن. سانگهڙ ضلعي جا اقتصادي وسيلا زراعت، مڇي ۽ ڪجهه قدر صنعت آهن.

سانگهڙ ۾ واپار جون مکيه جنسون: ڪپهه، ڪڻڪ ۽ تيلي ٻج آهن. سانگهڙ ضلعي جا شهدادپور، ٽنڊو آدم ۽ کپرو تعلقا اهم واپاري مرڪز آهن. شهدادپور ڪپهه جي واپار جي حوالي سان اهم آهي، جتي تمام گهڻيون ڪاٽن جِننگ فيڪٽريون آهن.

ان کانسواءِ ٽنڊي آدم ۾ ٻه ماچيس فيڪٽريون به آهن. ضلعي سانگهڙ ۾ 58 ڪاٽن جننگ فيڪٽريون آهن ۽ 23 وڏيڪ فيڪٽريون نهي رهيون آهن. ان کانسواءِ سانگهڙ ضلعي ۾ هڪ شگرمل پڻ آهي. سانگهڙ ضلعي ۾ هڪ ڏاڳي جي مِل، 3 فلور ملون، ڇهه آئل ملون، دوائن جي هڪ انڊسٽري ۽ هڪ فوڊ انڊسٽري ’پولي‘ جي نالي سان قائم آهي.

سانگهڙ واري ريگستاني علائقي کي ’اڇڙو ٿر‘ چيو ويندو آهي،



جيڪو 1500 چورس ميلن تي مشتمل آهي. اڇڙي ٿر جي ماڻهن جو گذرسفر برساتي پوک ۽ مال تي آهي. سانگهڙ ضلعي ۾ چوپايو مال ماڻهن جي اقتصاديات جو اهم ذريعو آهي. چوپائي مال ۾ مينهون، ڍڳيون، ٻڪريون ۽ رڍون اچي وڃن ٿيون.

سانگهڙ ضلعي ۾ ساليانو برسات جو تناسب 100 ملي ميٽر آهي.

سانگھڙ ضلعو ڏهن هزارن سالن کان وٺي 4 هزارن سالن تائين ٽن وڏن درياهن جو سنگم رهيو آهي.

سنڌو درياهه جي مکيه اوڀارئين شاخ، جيڪا نواب شاهه ضلعي وٽان ڦٽندي هئي، اها پوءِ دلو راءِ مان ٿيندي اڳتي وهندي هئي. هاڪڙي يا سرسوتيءَ جو وهڪرو پڻ سانگھڙ ضلعي مان هو هي واهه روهڙيءَ کان پنج ميل مٿي آلي واهڻ وٽان سنڌو درياهه مان ڦٽندو هو اهو واهه موجوده جمڙائوءَ جي منڍ وٽ اچي دوآبو ٺاهيندو هو جنهن مان هڪ موجوده جمڙائوءَ وارو رستو وٺي جهول وٽان دلوراءِ مان ٿيندو، مٿئين واهه سان گڏبو هو. ٻيو ناري جي موجوده جاءِ تان وهندو هو ۽ وڃي سمنڊ ۾ چوڙ ڪندو هو.

درشاد وٽي نالي ندي پڻ هتان وهندي هئي، جيڪا سهارن پوريءَ جي اتر کان نڪري هاڪڙي سان وڃي ملندي هئي. اتان اهي ٽئي پراڻ ڍنڍ ۾ چوڙ ڪندا هئا. پراڻ سمنڊ سان ڳنڍيل هئي ۽ ان دور ۾ اتي وڏو بندر هو.

انهن واهن جي ڪري سانگھڙ ۾ 200 ڍنڍون ۽ ڍورا وجود ۾ آيا، تنهنڪري هن علائقي ۾ مڇي، بهه ۽ پٻڻ جام ٿيندي هئي. ان ڪري ميربحر سمنڊ ڇڏي اچي هن علائقي ۾ رهيا هئا.

پراڻي سانگھڙ ۾ وڏو شهر چانهونءَ جي دڙي وارو هو جيڪو موجوده نوابشاهه جي اوڀارئين شاخن تي آباد هو قديم ميربحرن جي مڇي مارڻ جا اوزار، جيڪي الچنس (Allchins) نئشنل هاءِ وي جي ميل نمبر 101 وٽان لڌا آهن، سي چيو وڃي ٿو ته سانگھڙ جي ميربحرن جا هئا.

موسمن جي تبديليءَ جي ڪري آهستي آهستي مينهن گهٽ پوڻ لڳو، جنهنڪري هاڪڙي ۾ پاڻي گهٽجڻ لڳو ۽ ميربحرن جو گذران ڏکيو ٿي ويو، جنهنڪري گهڻا ميربحر هي علائقو ڇڏي وري سنڌو درياهه ڏانهن هليا ويا.

لڳ ڀڳ 500 ق. م ۾ هڪ شهر آباد ٿيو ان وقت جي گرامر جي ماهر پاڻيٽي (Panini) لکيو آهي ته هيءُ شهر سنڌ جي وچولي واري علائقي ۾ درياهه جي ڪاهي ڪپ تي ٻڌل هو. جنهن کي برهمنڪا (Brhmanka) پڻ سڏيو ويندو هو. پوءِ ان شهر تي عربن قبضو ڪري، ان جو نالو منصوره رکيو.

آخر ۾ 854ع ۾ مقامي عرب جيڪي هباري قبيلي سان تعلق رکندا هئا، حڪمران ٿيا. ان قبيلي 1011ع تائين حڪومت ڪئي، 1043ع ۾ خفيف سومرو هن شهر جو حڪمران ٿيو هن شهر کي محمود غزنويءَ تباهه ڪيو ڇو ته کيس فاطمين جي حڪومت پسند نه هئي. هن هر ڳوٺ ۽ وسنديءَ ۾ جهندو لڳل ڏٺو ان ڪري سومنات وٽان موٽندي هن شهر کي نابود ڪيائين. اهڙي تباهيءَ جي باوجود سانگھڙ پنهنجي حيثيت قائم رکي، پر 1226ع ڌاري هاڪڙي جي صفا سُڪي وڃڻ ڪري هتي جي اقتصاديات کي ڪاپاري ڌڪ لڳو درشاد وٽي ندي سُڪي وئي، درياهه پنهنجو رخ ڦيرائي اڏيري لال کان نصرپور ڪري ڇڏيو جنهنڪري هتان ميربحر لڏي ويا.

اندازاً 1859ع ۾ هڪ انگريز مسٽر فائيف (Mr. Fife) پراڻي هاڪڙي کي سنڌو درياهه مان روهڙيءَ جي جڳهه وٽان وري وهائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اهو اصل جڳهه وٽان ته نه وهيو پر پراڻي ناري ۾ داخل ٿيو جيڪو ’ڪاري ناري‘ جي نالي سان مشهور هو.

نارو روهڙيءَ کان ريتي، گڙنگي کان ٿيندو بقار ۾ گڏ ٿيندو هو ۽ پوءِ اتان خيرپور، سانگھڙ ۽ ٿرپارڪر ۾ وڃي ڍورو نارو ٿئي ٿو نارو ڪلهوڙن جي دؤر ۾ به وهندو هو چيو وڃي ٿو ته ڪلهوڙو حاڪم مائي مناں تي عاشق هو جنهنڪري هن درياهه جو پاڻي ٽنڊي منا خان تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي. جنهن بعد سندس شادي ٿي. بعد ۾ اها مائي اتان لڏي جوڳين جي پِٽ (ٽنڊي منا خان ويجهو) وٽ اچي ويٺي ۽ اتي هڪ مسجد ٺهرايائين. چوٽيارين جي عالمن فتويٰ جاري ڪئي، ته جيئن ته اها مسجد بادشاهه جي پئسن مان ٺهي آهي، ان ڪري ان ۾ نماز جائز نه آهي. مائي مناں پوءِ پرت پري پنهنجي پئسن مان مسجد ٺهرائي، جيڪا اڄ به مشهور آهي.

انگريزن موجوده ناري کي جمڙائوءَ جي منڍ وٽ بند ٻڌي 1896ع ۾ جمڙائو واهه کڏايو، اتان ناري کي به چنبٽون ڏنيون ويون. وري ناري مان منڙائو ۽ کپرو واهه کڍيا ويا. نارو اڳتي هلي بقار، ٽنڊي، کپري، هٿونگي ۽ پٽ پائنيءَ وٽان ٿيندو فرش وٽ ختم ٿئي ٿو. جتان ڍوري ناري جي شڪل ۾ وهي وڃي پراڻ ذريعي سمنڊ ۾ پوندو هو.

سانگھڙ ۾ ڪيتريون مشهور ڍنڍون آهن. جن ۾ مکي ڍنڍ، چوٽياريون ڍنڍ، ڪاڪاهو ڍنڍ ۽ پتارو ڍنڍ وغيره اچي وڃن ٿيون.



**مکي ڍنڍ** سانگھڙ ضلعي جي مشهور ڍنڍن مان هڪ آهي. هن ڍنڍ جي ڊيگهه کڏڙي کان ٿيندي ٿرپارڪر ضلعي تائين آهي. ويڪر ۾ کڏڙي کان نوابشاهه ضلعي جون حدون ٽپي خيرپور ضلعي مان ٿيندي جمڙائو منڍ جو مٿيون پاسو ڇُهي ٿر تائين وڃي ٿي، جنهن ۾ هٿونگي جي مشهور **ڪاڪاهو ڍنڍ** به مکي ڍنڍ ۾ شامل هئي، ڇوته تا ته مکي ڍنڍ جو نالو اصل ۾ ماکي هو ڇو ته ان جي ٻيلي ۾ ماکي جام ٿيندي هئي، ان ڪري ماڻهو سڏيندا ئي ’ماکي ڍنڍ‘ هئس، پر پوءِ انگريزن

ان کي ماکيءَ بدران مکي سڏيو. آهستي بگڙجي مکي لفظ ٿي ويو ۽ عام ماڻھو بہ ان کي مکي ڍنڍ سڏڻ لڳا. سانگھڙ ضلعي ۾ ميربحرن جو وجود تمام آڳاٽو آهي. ناري سان جيکي بہ ڳوٺ ۽ واهڻ ۽ وسنديون آباد آهن. سي سڀ ميربحرن آباد ڪيون هيون. خود سانگھڙ بابت روايت آهي تہ ان جو نالو خود سنگھار نالي ميربحر عورت تان پيو. جنھن جو ذڪر مٿي ٿي چڪو آهي.

ڪلھوڙن جي دور ۾ دادوءَ جا ميربحرلڏي مکي ڍنڍ جي بچاءُ بند ويجھو مياڻيون ٺاهي ويٺا. انگريزن جي اوائلي دور ۾ سکر کان پڻ ميربحر لڏي هتي آيا. اوائلي ميربحرن جو ڳوٺ بقار مشھور آهي. مکيءَ جي ميربحرن جا ٻہ وڏا قبيلا مسائو ۽ سيئل چيا وڃن ٿا. مکي ڍنڍ جي اهميت حر تحريڪ جي حوالي سان وڏي آهي، ڇاڪاڻ تہ هيءَ ڍنڍ انگريزن جي خلاف حرن جو وڏو مورچو هئي. جنھن تي اڳتي هلي انگريزن قبضو ڪري پنجاب ۽ بلوچستان مانَ پنھنجي وفادار قبيلن کي آڻي هتي آباد ڪيو.

چوٽياريون، سانگھڙ ضلعي جي هڪ اهم ڍنڍ آهي، جنھن تي چوٽياريون ڊئم قائم ڪيو ويو آهي. جيڪو ضلعي سانگھڙ ۾ آبپاشيءَ جي خيال کان وڏي اهميت جو حامل آهي. چوٽياريون بند سانگھڙ کان اوڀر طرف 35 ميل پري جمڙائو هيڊ کان 30 ڪلوميٽر پري، سامونڊي


ضلعي سانگھڙ ۾ واقع چوٽياريون ڍنڍ جو هڪ منظر

سطح کان 60 ميٽر اوچو هترادو پاڻي گڏ ڪرڻ جو بند آهي. هي بند 2003ع ۾ ناري ڪئنال جي ڪاٻي ڪناري اڏيو ويو آهي.

ضلعي ۾ ڪيترا ٻيلا ۽ ڍنڍون ماڻھن جي روزگار جو ذريعو آهن. سانگھڙ جي ڍنڍن جي مڇي مشھور آهي، جيڪا سنڌ جي ٻين شھرن ۽ پنجاب ڏانھن بہ موڪلي وڃي ٿي. ناري جا واڳون بہ مشھور آهن. جھنگلي جيوت ۾ ڦاڙھا، سوئر، مور، هرڻ ۽ جھنگراڙ ٻلا شامل آهن. 'ڪيٽي'، 'ٻوٻي'، 'تراڇو'، 'وارهيان'، 'ڪوڙي'، 'نياڻ'، 'سربنواري' ۽ 'ٽنڊو مٺا خان'، سانگھڙ ضلعي جا مشھور ٻيلا آهن.

سانگھڙ ضلعي جا شھدادپور، ٽنڊو آدم ۽ ڄام نواز علي تعلقا روهڙي ڪئنال جي پاڻيءَ تي ۽ سنجھورو، سانگھڙ ۽ کپرو تعلقا، ملڙائو ۽ نارا ڪئنالن جي پاڻيءَ تي آباد ٿين ٿا. تعلقي کپري جو اڇڙي ٿر وارو حصو واريءَ جي دڙن تي مشتمل آهي.

اسلام کان اڳ واري دؤر کان وٺي سنڌو درياھ جي ٻن مکيہ شاخن هاڪڙي (اپرندي ناري) ۽ 'مهراڻ' (لُهاڻي/ اولاهين ناري) موجوده ضلعي سانگھڙ جي ايراضيءَ کي آباد ٿي ڪيو. هاڪڙي (اپرندي ڪاري ناري) جا نشان تعلقي سانگھڙ ۽ تعلقي کپري ۾ ملن ٿا. 'مهراڻ' چوٿين صدي عيسويءَ تائين تعلقي سنجھوري جي حدن مان وهندو هو.


برهمڻ آباد جا ڪنڊر

ايراني حاڪم 'بهمن ارد شير' سنڌو ماٿريءَ تائين پنھنجو زور وڌائي سانگھڙ ضلعي جي حدن ۾ هڪ شھر آباد ڪيو. جيڪو 'بهمن آباد' سڏيو ويو. چوٿين صدي عيسويءَ ۾ برهمڻ راجا 'ڪزند' (گوبند) طاقت ۾ آيو تہ بهمن آباد جو نالو مٽجي 'برهمڻ آباد' ٿيو. محمد بن قاسم 712ع ۾ سنڌ تي قبضو ڪيو. تڏهن اهو شھر 'لوهاڻي' (تعلقي شھدادپور، ٽنڊي آدم ۽ سنجھوري جي حدن تي مشتمل) جي گاديءَ جو هنڌ هو ۽ مهراڻ جي هڪ شاخ 'جلواني/ ڄراڙيءَ' جي ڪنڌيءَ تي آباد هو. برهمڻ آباد جا ڪنڊر جھول کان ٽي ميل اولھ ۾ 'ڏيپر گھانگھري' جي نالي سان سڃاڻجن ٿا، جتي ٻڌ ڌرم جو 'اسٽوپا' ۽ ٻيا مٽيءَ جا دڙا مليا آهن ۽ اهي آثار اڄ تائين موجود آهن. عربن جي سنڌ تي قابض ٿيڻ بعد 'اميہ گهراڻي' جي حڪومت دوران گورنر الحڪم (729ع کان 739ع) جي جرنل عمرو بن محمد بن قاسم پنھنجي طاقت کي ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات تائين وڌايو ۽ 'منصوره' جو شھر اڏايو. جيڪو عربن جو تخت گاھ بڻيو. منصوره شھر جا ڪنڊر تعلقي سنجھوري ۾ جمڙائو ڪئنال تي موجود دلور موريءَ کان اوڀر ۾ آهن. منصوره ان دؤر ۾ علم، سکيا ۽ واپار جو مرڪز هو. منصوره اميہ ۽ عباسي دؤر دوران دارالسلطنت بہ رهيو. عباسي گهراڻي جي بغداد ۾ مرڪزي طور ڪمزور ٿيڻ بعد مقامي قبيلن، ملتان ۽ منصوره ۾ خودمختيار حڪومتون قائم ڪيون. منصوره ۾ آخري عباسي گورنر هارون 854ع ۾ مقامي لڙاين ۾ قتل ٿي ويو. ان بعد عمر بن عبدالعزيز هباري سنڌ جي حڪومت جون واڳون پنھنجي هٿ ۾ ورتيون. خليفي سان نالي ماتر وفاداريءَ جو اظھار ڪندي، هباري خاندان سنڌ جي خودمختياري ۽ آزادي حاصل ڪري ورتي. منصوره انھن جو تختگاھ هو. هتي اٽڪل سٺن حاڪمن حڪومت ڪئي. انھن مرڪز (بغداد) کان آزاد ٿي، سنڌ جو پنھنجو سِڪو بہ جاري ڪيو. اُهي

سڪا مختلف عالمن وقت به وقت دڙن جي کوٽاين دوران حاصل ڪيا. 1010ع ڌاري هباري ختم ٿي ويا ۽ انهن جي جاءِ تي سومرا دور حڪومت شروع ٿيو. ابتدا ۾ سندن تختگاهه پڻ منصوره هو. مقامي حڪومتون ڏهين صدي عيسويءَ جي پُٺئي اڌ ڌاري مصر جي بنو فاطمي حڪومت جي اثر هيٺ آيون. بعد ۾ يارهين صدي عيسويءَ جي شروعات ۾ مٿن محمود غزنويءَ حملا ڪيا. محمود غزنويءَ لاءِ چيو وڃي ٿو ته 1010ع ۾ سنڌ جي موجوده سانگھڙ ۽ ٿرپارڪر مان لنگهندي، منصوره ۾ هن پنهنجو وفادار حڪمران مقرر ڪيو هو. سومرن جي دؤر ۾ حاڪمن 'ٿري'، 'وڳهه ڪوٽ'، 'روپا' ۽ 'محمد طور' پنهنجا تخت گاهه قائم ڪيا ۽ يارهين صدي عيسويءَ جي ٽئين حصي ۾ سنڌو درياهه جي اولاهين شاخ جيڪا منصوره وٽان گذرندي هئي، ان پنهنجو رخ مٽائي منصوره کان 14 ڪلوميٽر اولهه طرف وهڻ شروع ڪيو. ان تبديليءَ سبب منصوره ۽ هن علائقي جي خوشحالي ۽ اهميت کي ڌڪ لڳو. سمن جي دؤر ۾ به لاڙ ۾ ٺٽي کي تخت گاهه بڻايو ويو. ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي دؤر (1520ع کان 1736ع) دوران موجوده سانگھڙ ضلعي جون ڪي ايراضيون ڇٽيون نظر اچن ٿيون. هنن پنهنجا نوان انتظام ڪندي شهدادپور جو اولاهون اڌ هالا ڪندي ضلعي جي حدن ۾ داخل ڪيو، اوڀاريون پاسو ۽ سنجهوري تعلقي جو ڏاکڻيون حصو نصرپور سان شامل ڪيو. کپري ۽ سانگھڙ جي ايراضي وري عمرڪوٽ سان شامل ڪئي. ترخان دؤر ۾ مرزا جان بابا پنهنجي پيءُ مرزا باقيءَ خلاف بغاوت ڪرڻ بعد هن علائقي ۾ آيو. هن 1568ع ۾ 'متهلي' وٽ انڙن ۽ جوٽيجن جو لشڪر ڪٺو ڪيو هو (متهلي جو ڳوٺ تعلقي 'سنجهوري' ۾ ديهه 'متهلي' ۾ موجود آهي). جان بابا ويڙهه جي سگهه نه ساري اتان نڪري تعلقي کپري جي 'رتي ڪوٽ' ۾ آيو، جتي 'ويرسي'



رتوڪوٽ

سوڍن جي سرداري هئي. هن ويرسي سوڍن سان ملي عمرڪوٽ جي سوڍن خلاف عهدنامو ڪيو هو، جيڪي مرزا باقيءَ جا وفادار ۽ ويرسي سوڍن جا سخت مخالف هئا. مرزا جان بابا جي مارجڻ کانپوءِ مرزا باقي 'شاهه قائم خان' کي نصرپور جو گورنر مقرر ڪيو ويو، جنهن شهدادپور واري ايراضيءَ ۾ انتظام هلائڻ لاءِ هڪ ڪچو قلعو تعمير ڪرايو هو، جنهن جا نشان هن وقت تعلقي ٽنڊي آدم ۾ 'سئي ڪندر' وٽ موجود آهن.

1701ع ڌاري هالا، نصرپور ۽ موجوده سانگھڙ ضلعو ٺٽي پرڳڻي جي ضابطي ۾ هئا، جتي مغلن جو نواب حڪم هلائيندو هو. مغل حاڪمن جي تائيد سان شهزادي معزالدين شهدادپور، ٽنڊي آدم ۽ سنجهوري تعلقن واريون ايراضيون مير شهداد خان ٽالپر کي جاگير طور ڏنيون. مير شهداد خان ٽالپر بعد ۾ 'شهدادپور' آباد ڪري اتي قلعو تعمير ڪرايو ۽ سندس پٽ مير چاڪر خان، شاهپور چاڪر شهر جو بنياد



چاڪر ڪوٽ

وجهي اتي ڪچو قلعو ٺهرايو. ٽالپر سردارن 'شاهو واهه' ۽ 'شهداد واهه' کوٽايا، جيڪي هن علائقي جي خوشحاليءَ جو سبب بنيا. بعد ۾ مير بجار خان، ڪلهوڙن سان ٽڪر کاڌو، جنهنڪري 1716ع ۾ تعلقي سنجهوري جي ديهه لانياريءَ وٽ ٻنهي ڌرين جي لشڪرن ۾ ويڙهه ٿي. ڪلهوڙن جي لشڪر جي اڳواڻي 'تاجو ليکي' ڪري رهيو هو. جنگ ۾ ڪلهوڙن کي شڪست آئي ۽ مير بجار خان ان جاءِ تي ڪچو قلعو ٺهرايو، جيڪو 'ڪوٽ بجار' جي نالي سان سڏيو ويو. جنهن جا نشان تعلقي سنجهوري جي ديهه 'ڪوٽ بجار' ۾ اڄ به موجود آهن. مير بجار خان 'بجار ونجي' نالي هڪ واهه کوٽايو، ان جاءِ تي 1932ع ۾ انگريزن نئين آبپاشي نظام هيٺ واهه کوٽايا. ڪلهوڙن جي آخري حڪمران ميان عبدالنبي 1782ع ۾ مير فتح علي خان هٿان هالاڻيءَ ۾ شڪست کاڌي، ان ڪري شهدادپور، ٽنڊي آدم، سنجهوري ۽ سانگھڙ تعلقن جا ڪجهه حصا حيدرآباد جي ٽالپرن جي هٿ هيٺ آيا. سانگھڙ تعلقي جو باقي رهيل حصو ۽ کپري تعلقي واري ايراضي ميرپورخاص جي مانڪاڻي ٽالپرن جي هٿ هيٺ آئي.

سانگھڙ شهر ٽالپرن جي آخري دؤر (1840ع کان 1843ع) ۾ هڪ ڳوٺ جي صورت ۾ هو، منجهس مهاڻا رهندا هئا ۽ 'سنگهار' سڏبو هو. 1843ع ۾ انگريزن جي قبضي بعد مير شير محمد، شهدادپور واري ايراضيءَ ۾ شاهپور ويجهو 'ڪونهيريءَ' وٽ انگريزن سان جنگ وڙهيو، پر کيس شڪست ملي.

انگريزن جي دؤر ۾ سانگھڙ ضلعو ڌارين حڪمرانن خلاف مزاحمتي تحريڪ جو وڏو مرڪز رهيو. حرن، انگريزن خلاف گوريلا ويڙهه ڪئي، حُر تحريڪ 'سيد احمد شهيد' ۽ 'پير صبغة الله شاهه اول' جي

ملاقات ڪانپوءِ وجود ۾ آئي. جڏهن سيد احمد شهيد 1826ع ۾ راجستان رستي کان سنڌ ۾ حيدرآباد جي ٽالپر حڪمرانن سان مدد لاءِ مليو، پر ڪيس ڪا موٽ نه ملي. جنهن بعد هن جي پير ڳوٺ ۾ پير پاڳاري صبغت الله شاهه اول سان ملاقات ٿي، جنهن کيس 600 مجاهدن جو لشڪر مدد طور ڏنو، انهن کي پير صاحب 'احرار' جو نالو ڏنو. ان جٿي ۾ سانگهڙ جا ڪيترا حُر به شامل هئا. احمد شاهه ۽ حُر تحريڪ جا ڪيترائي سپاهي سکن خلاف وڙهندي 'بالاڪوٽ' مقام وٽ شهيد ٿيا.

1843ع ۾ انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو. تڏهن پير صاحب پاڳاري جي حرن پاڻ کي منظم ڪيو. انگريز، احمد شاهه شهيد جي پاڳاري پاران مدد ڪرڻ ڪري سبب شاڪي هئا ۽ کين ڊپ هو ته پير صاحب جي جماعت ڪٿي بغاوت نه ڪري. ان ڪري انگريزن، پاڳاري خاندان ۽ حُر جماعت تي ڪڙي نظر رکي. ٻئي طرف حرن به انگريزن خلاف جدوجهد ڪئي، جنهنڪري ڪيترن حرن خلاف ڪوڙا وارنٽ ڪڍيا ويا ۽ کين تنگ ڪيو ويو. حُرن، انگريزن کان بغاوت ڪندي 'مکي ڍنڍ' ۾ پنهنجو هيڊڪوارٽر قائم ڪيو ۽ حڪومت خلاف ڪارروايون ڪيون. 'بچو بادشاهه'، 'پيرو وزير' ۽ 'گلو گورنر' انگريزن خلاف 'حُر حڪومت' قائم ڪئي. انهن جي 'بادشاهي' گهڻو مشهور آهي. مشهور ٻارهن ڀهروٽيا، جن جو حر تحريڪ ۾ وڏو ڪردار رهيو آهي، انهن جو مختصر ذڪر هتي پيش ڪجي ٿو:

• بچو پٽ وريام خاصخيلي، ويٺل 'منڙائو'، تعلقي سانگهڙ جو هو. جيئن ته هي ٻهرين حر فقير هو، تنهنڪري حرن کيس پنهنجو اڳواڻ مقرر ڪري 'بادشاهه' جو لقب ڏنو. جيڪو پوءِ 'بچو بادشاهه' جي نالي سان سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور ٿي ويو. 1998ع ۾ پيش پيو. ميرپورخاص جي اسپيشل جج 'هارٽ ڊيويز' مقدمو هلائي، عيسيٰ ڏاهريءَ سان گڏ کيس ڦاهي ڏني.



• پيرو پٽ صالح فقير وساڻ، ويٺل 'ڪنڊو' تعلقي سنجهوري جو هو. 1898ع ۾ 'جهوڙي لئي' واري مقام تي، 'ليوڪس' سان وڙهندي مارجي ويو.

• ٽڳيو پٽ دوسو چانگ، ويٺل ڳوٺ 'سماٽري' تعلقي سانگهڙ جو هو. جيڪو پڻ 1898ع ۾ 'جهوڙي لئي' وٽ 'ليوڪس' سان وڙهندي شهيد ٿيو.

• گلو پٽ پريو موچي، ويٺل ڳوٺ 'نظاماڻي' تعلقي سانگهڙ جو هو. جيڪو 'جهوڙي لئي' وٽ 'ليوڪس' سان وڙهندي مارجي ويو.

• پلو پٽ گلو ڳاهو، ويٺل ڳوٺ 'موجن' تعلقي خيرپور جو هو. مکيءَ وٽ غلام محمد جي گهٽ جي پريان ٽڪنڊي وٽ پنهنجن ٻن سائين: مصري ڳاهي ۽ عثمان هنگوري سان گڏ 'ليوڪس' سان وڙهندي مارجي ويو.

• مصري پٽ خانڻ ڳاهو، ويٺل ڳوٺ 'بحر واهه' تعلقي شهدادپور جو هو. مکيءَ وٽ غلام محمد جي گهٽ جي پريان، ٽڪنڊي وٽ، 'ليوڪس' سان وڙهندي مارجي ويو.



ڳڙنگ بنگلو

• عثمان پٽ ملوڪ هنگورو، ويٺل ڳوٺ 'چرائو' تعلقي ٽنڊي الهيار جو هو. جيڪو پڻ 'ليوڪس' سان وڙهندي مکيءَ وٽ مارجي ويو.

• عيسو ڏاهري، هالن واري ٽاٽي تي پيش پيو. جتان 'ليوڪس' ڏانهن موڪليو ويو، جنهن کيس مقدمو هلائي 'بچو بادشاهه' سان گڏ ڦاسي ڏيارائي.

• خميسو پٽ سچل وساڻ، ويٺل ڳوٺ 'باڪوڙو'، تعلقي سانگهڙ جو هو. جيڪو گم ٿي ويو.

• سومار ڳاهو، پير صاحب جي انهيءَ نوڪر کي مارڻ ويو. جنهن پير صاحب طرفان حرن کي انگريزن وٽ پيش پوڻ جو اعلان ڪيو هو، پر پاڻ مارجي ويو.

• ڦتلو، سومار ڳاهي سان گڏ مارجي ويو.

• راڻو وساڻ، ويٺل ڳوٺ 'باڪوڙو' تعلقي سانگهڙ جو هو. مرشد جي حڪم موجب پيش پيو. جنهن کي ست سال ٽيپ ڏئي 'ڪاري پاڻي' موڪليو ويو.

حڪومت حرن مٿان قانون ٽوڙڻ جا ڪيس داخل ڪري، جولاسنگهه جي اڳواڻيءَ ۾ خاص پوليس جو جٿو موڪليو. پر حرن کيس قتل ڪري ڇڏيو. 1921ع ۾ پير پاڳارو صبغة الله شاهه ثاني (عرف سورهيه بادشاهه) گادي نشين ٿيو ۽ هن انگريزن خلاف بغاوت جو اعلان ڪيو.

حرن جي جدوجهد دوران پير صاحب پاڳاري کي گرفتار ڪيو ويو. مٿس ڪوڙا ڪيس لاڳو ٿيا ۽ سنڌ ۾ مارشل لا لاڳو ڪئي وئي ۽ اڳتي هلي 20 مارچ 1943ع تي کيس ڦاسي ڏئي شهيد ڪيو ويو.

سانگهڙ حُر تحريڪ جو مرڪز هو. ڪيترن حرن شهادتون ماڻيون. پير صاحب جي ڦاسيءَ بعد سانگهڙ ضلعي ۾ حُرن، انگريزن خلاف ڪارروايون تيز ڪري ڇڏيون. انگريزن جا قانون مڃڻ کان انڪار ڪيائون ۽ سرڪاري ڊل ڏيڻ کان ماڻهن کي روڪي ڇڏيو.

انگريزن جي هندستان خالي ڪرڻ ۽ پاڪستان جي قيام بعد، سانگهڙ ضلعي جا ڪيترا حر، پير پاڳاري 'شاهه مردان شاهه' جي حڪم تي 'مجاهد فورس' ۾ ڀرتي ٿيا، جن 1965ع ۽ 1971ع جي جنگين ۾ حصو ورتو.

هن ضلعي ۾ ڪيترا تاريخي ماڳ مڪان آهن. تاريخ کان اڳ جي دور جا ڪجهه قديم دڙا، ديهه ماڙي سپڙ ۾ نواز ڏاهري ريلوي اسٽيشن لڳ موجود آهن. جيڪي هن وقت زرعي آباديءَ هيٺ اچي

چڪا آهن. انهن مان هڪ دڙو 300 سؤ فوٽ ڊگهو ۽ 200 سؤ فوٽ ويڪرو آهي، جتي سرون ۽ ٺڪرائو پکڙيل آهي، اتان ڳاڙهين ٺڪرين تي ڪاري رنگ جي استعمال جا نمونا ۽ هڪ ڍڪڻ جي شڪل وارو رانديڪو به مليو آهي، جيڪي ’موهن جي دڙي‘ ۽ ’هڙپا‘ جي تهذيب سان هڪجهڙائي رکن ٿا. ان ڪانسواءِ پوءِ واري دؤر جون ڪيترئي تاريخي جايون، مقبرا، قديم آثار ۽ درياهي وهڪرا ملن ٿا، جن مان ’دلور جا دڙا‘ تعلقي سنجهوري ۾ ٽنڊي آدم جهول روڊ تي، جمڙائو ڪئنال جي ڪاهي ڪپ تي آهن.

1854ع ۾ مسٽر اي. ايف. بيلاسس ۽ سي. ڊبليو رچرڊسن هنن آثارن جي کوٽائي ڪئي، سندن خيال موجب هي شهر ’برهمڻ آباد‘ هو، جيڪو قلعي بند هو. هي هڪ واپاري شهر هو، جنهن ۾ مختلف قسمن جا دڪان ۽ فوجين جي رهڻ جون بيرڪون هيون. شهر اٽڪل چئن ميلن ۾ پکڙيل هو. 1871ع ۾ اليگزينڊر ڪننگهام هن ماڳ کي جاچيو. جنهن پڻ هن هنڌ کي ’برهمڻ آباد‘ ۽ ’منصوره‘ سان تعبير ڪيو. 1892ع ۾ ’راورٽي‘ پنهنجي ڪتاب ’مهراڻ آف سنڌ‘ ۾ ’مجمعل التواريخ‘ جي نظريي جي حمايت ڪئي، جنهن موجب ايران جي بادشاهه ’بهمن‘ سنڌ جي ٻڌ پرڳڻي جو علائقو قبضي هيٺ آڻي ’بهمن آباد‘ جي نالي سان آباد ڪيو. اڪثر محقق هن نظريي جي حمايت ڪن ٿا ته هي آثار ’بهمن آباد‘ جا آهن، جنهن کي پوءِ ’برهمڻ آباد‘ سڏيو ويو. 1962ع کان 1965ع جي وچ ڌاري پاڪستان جي آثار قديمه جي ڊائريڪٽر ايف. اي. خان کوٽائي ڪندي هنن دڙن کي عربن جي شهر ’منصوره‘ جا آثار سڏيو.

جنرل هيگ 1884ع ۾ هنن آثارن کي ’برهمڻ آباد‘ شهر سڏيو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ به هنن آثارن کي ’برهمڻ آباد‘ مڃي ٿو.

کپري تعلقي ۾ شهر کپري کان 10 ميل اوپر نارا ڪئنال جي ڪاپي ڪپ تي ’رتي ڪوٽ‘ جا دڙا آهن، جتي ٺڪرائو جام پکڙيل آهي، چاندي ۽ ٽامي جا سڪا، چانديءَ جا ڳهه، شيشي جا ٽڪر، مٽي ۽ پٿر مان ٺهيل ماڻهن جي شڪلين جا ٽڪرا مليا آهن.

شهدادپور کان ست ميل اولهه ڳوٺ پڙي سان لڳ روهڙي ڪئنال جي ڪپ تي ’سون چڙي جو پڙو‘ آهي، جيڪو چئن ايڪڙن تي 20 کان 25 فوٽ متاهينءَ تي آهي. مٿس ڪجهه قبرون ۽ ٺڪرائو موجود آهي. شهدادپور شهر ۾ ’سهڻيءَ ۽ ميهار‘ جا مقبرا ڌار ڌار جاين تي موجود آهن. سهڻيءَ جو مقبرو شهدادپور شهر کان ٻاهران ۽ ميهار جو مقبرو شهر جي وچ ۾ آهي. ٽنڊي آدم کان چار ميل اولهه اتر طرف ’سئي ڪندر‘ جو مقام آهي، جيڪو ستين صدي هجريءَ جو ٻڌايو وڃي ٿو عالمن هن قبرستان کي ترخان دؤر کان پوءِ جو سڏيو آهي. هن قبرستان ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڀن ڀائرن جون قبرون به ٻڌايون وڃن ٿيون.

ٽنڊي آدم تعلقي ۾ ديهه احدي جوٽيجي ۾ سنڌوءَ جي پراڻي وهڪري لهاٽي ڍوري جي ڪپ تي اٽڪل چئن ايڪڙن تي مشتمل 5 کان 6 فوٽ اوچو دڙو واقع آهي، جيڪو ’احديءَ جو دڙو‘ سڏجي ٿو.

شهدادپور کان ٽي ميل ڏکڻ طرف ٽنڊي آدم روڊ تي لهاٽي ڍوري جي ڪنڌيءَ تي ٻه دڙا ۽ هڪ قبو موجود آهي، جن کي ’قبه يگان‘ سڏيو وڃي ٿو.



شهدادپور ويجهو قبہ يگان

شاهپور چاڪر کان 4 ميل اتر اولهه طرف ’سدا واهه‘ جي ساڄي ڪپ تي ميرن جو خانداني قبرستان آهي، جيڪو شهدادپور جو بنياد وجهندڙ ’مير شهداد خان‘ جي نالي سان سڏجي ٿو. هي قبرستان 16 ايڪڙن تي مشتمل آهي، منجهس 3 مسجدون ۽ ڪيترائي قبا اڏيل آهن.

شاهپور چاڪر جي پرسان ڪوٽ چاڪر خان ٽالپر جا نشان موجود آهن. هي ڪوٽ مير شهداد خان ٽالپر جي پٽ ’مير چاڪر خان‘ ٻارهين صدي هجريءَ ۾ هڪ ميل پکيڙ ۾ ٺهرايو هو، جيڪو ڪچو هو ۽ ان کي ’ڪوٽ چاڪر‘ سڏيو ويو. تعلقي سنجهوري ۾ جهول کان 2 ميل ڏکڻ طرف ’ڪوٽ بجر‘ جا نشان به ملن ٿا.

کپري کان 5 ڪلوميٽر ڏکڻ طرف ڪاٺي واري روڊ تي آدم خان مريءَ جو قبو آهي. آدم خان مريءَ ٽنڊي آدم شهر جو بنياد وڌو هو.

انهن قديم آثارن ڪانسواءِ ’سمير جو دڙو‘، ’طلاء شاهه‘، ’ڪاڪ جا دڙا‘، ’ٻاڪوڙي لڳ پڙو‘، ’جامان جون مسجدون‘، ’ميهار ڪو پڙو‘، ’اوڏ جي قبر‘، ’ڪونروءَ جون ماڙيون‘، ’راڻڪ ڏهر‘، ’شهڪ مري مسجد‘ ۽ کپري کان 20 ميل ڏکڻ طرف، قلهڏيون لڳ مني فقير جو دڙو ’ڏير مٺو فقير‘ به موجود آهن. ان کان سواءِ ٻيا به ڪيترائي قبا ۽ دڙا هن ضلعي جي تاريخي ورثي ۾ شامل آهن.

سنڌ جو هيءُ علائقو ڪنهن دؤر ۾ ’لوهاڻي‘ پرڳڻي جي حيثيت سان مشهور هو.

**علم ادب:** ٻاهرين سياحن ۽ تاريخدانن جي ڪتابن مان پتو پوي ٿو ته عربن جي دؤر ۾ ’منصوره‘ شهر علم و ادب جو مرڪز هو، جتي ڪيترائي عالم، اديب ۽ فاضل رهندا هئا. ان وقت هتي سنڌي ٻولي ڳالهائي ويندي هئي. قاضي ابو محمد منصوريءَ جي هڪ وڏي درسگاهه هوندي هئي. ابن حوقل لکي ٿو ته، ”منصوره ۽ ان جي آسپاس سنڌي ۽ عربي ڳالهائي ويندي هئي.“ ان دؤر ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لکت لاءِ ڏکڻ سنڌ ۾ ڪاري تائين ’مالو شائو‘ نالي رسم الخط (’مالواڙي‘) استعمال ٿيندو هو.

ڀمنوا (منصوره) ۾ 'سئنڌو' رسم الخط استعمال ٿيندو هو. ان وقت منصوره جي حاڪم عبدالله بن عمر هباريءَ، ڪشمير جي هڪ راجا ڏانهن اسلامي عقيدن بابت ڪتاب لکائي موڪليو. هڪ سنڌي ڄاڻندڙ عالم قرآن مجيد جو پهريون سنڌي ترجمو به ڪيو.

هن خطي جي ادبي تاريخ ڪلهوڙن جي دؤر کان سلسليوار ملي ٿي. سڄيءَ سنڌ وانگر سانگهڙ واري خطي جي شاعرن ۽ اديبن هن دؤر ۾ گهڻو لکيو. ان وقت چوٽيارين ۾ تاريخي درسگاهه قائم ٿي، جيڪا سڄيءَ سنڌ توڙي ٻين ملڪن تائين مشهور هئي. مشهور بزرگ، عالم ۽ شاعر مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي به چوٽيارين جي درسگاهه ۾ پڙهيو هو. هيءَ درسگاهه 1947ع تائين علم ۽ ادب جي خدمت ۾ اڳيري رهي. تعلقي سانگهڙ ۾ 'درسگاهه سرينواري' به علم جو وڏو مرڪز هئي، جنهن جو باني مخدوم ميان تاج محمد ڪيريو رح هو، جيڪا پڻ ساڳي عرصي دوران قائم ٿي. شاهه لطيف جو ويجهو ساٿي عنايت ڏيرو به هن خطي جي 'سئي ڪندر' ڳوٺ سان وابسته هو، جيڪو بهترين شاعر به هو.

سياست جي حوالي سان اڳوڻو وزيراعظم راجا پرويز اشرف، سانگهڙ ۾ ڄائو. سانگهڙ ضلعي مان ڄام خاندان، راشدي، راڄڙ، نظاماڻي، مري، ٿهيم، وساڻ، جوڻيجا ۽ ٻيا مشهور رهيا. ڄام صادق علي، سنڌ جو وزيراعليٰ رهيو. شازيه مري ۽ عبدالسلام ٿهيم صوبائي وزير رهيا. شاهنواز جوڻيجو ۽ حاجي خدا بخش راڄڙ وفاقي وزير رهيا. موجوده سياستدانن ۾ شازيه عطا مري، شاهد ٿهيم، ڄام مدد علي، فدا حسين ڏيرو، راڻا عبدالستار ۽ سرفراز راڄڙ سياسي طور شهرت رکن ٿا. 2007ع تائين چونڊيل نمائندن ۾ علي محمد مري، شمس الدين راڄڙ، انور عادل هنگورو، ماهي خان وساڻ، امام الدين شوقين ۽ افتخار احمد ڪامياب ٿي اسيمبلين تائين پهتا. 1990ع واري ڏهاڪي ۾ حاجي خدابخش نظاماڻي، قاضي فيض محمد راڄڙ، ڄام صادق علي (وزيراعليٰ)، عطا محمد مري (ڊپٽي اسپيڪر سنڌ اسيمبلي)، ڄام معشوق علي ۽ مير محمد وساڻ، صوبائي اسيمبلين ۾ چونڊجي آيا هئا.

2013ع وارين عام چونڊن ۾ قومي اسيمبليءَ جي سيٽن تي مسلم ليگ (فنڪشنل) جا اميدوار: پير صدرالدين شاهه راشدي، پير بخش جوڻيجو ۽ امام الدين شوقين ڪامياب ٿيا، جڏهن ته صوبائي اسيمبليءَ جي ٻن سيٽن تي پ پ پ جا اميدوار: فراز ڏيرو ۽ شاهد سلام ٿهيم ڪامياب ٿيا آهن.

سانگهڙ ضلعي ۾ ڪيترائي شاعر ۽ اديب ٿي گذريا آهن، جن جو هن خطي سان تعلق هو. انهن ۾ فقير غلام الله لغاري (1838ع کان 1885ع)، پير حسن بخش جيلاني ڊنڙي وارو (1845ع کان 1900ع)، خليفو چنو درس پلي (1858ع کان 1910ع)، حاڪم فقير مري (1865ع کان 1927ع)، منٺار فقير راڄڙ (1865ع کان 1933ع) ۽ ورهاڱي کانپوءِ وارن شاعرن ۽ اديبن ۾ الهڏنو فقير ماڇي، عليم فقير درس، پرسرام ضيا، قائم فقير ماڇي، وحدت فقير نقرچ، حاجي عمر مري، حاجي محمد خان مري، ٻاجهي فقير لغاري، شاهنواز شاهه 'عارف المولىٰ'، فقير يار محمد مري، فقير ولي بخش راڄڙ، صادق ٻنپيرو، سيد سمن شاهه، ميوو خان 'موج' لغاري، امير بخش مري، بچو خان مري شامل آهن. جڏهن ته موجود دؤر جي شاعرن ۾ سرفراز راڄڻ، عاجزاڃڻ، منور سلطانه، سلطانه وقاصي، الهواريو ٻهڻ اداسي، محمد دائود پنهو عاجز منگي، بخشڻ مهراڻوي، معصوم سانگهڙائي، عزيز گوپانگ، نور چاڪراڻي ۽ صابر مهر قابل ذڪر آهن.



سنڌ جي جڳ مشهور عالم، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، تعلقي سنجهوري جي ڳوٺ جعفر خان لغاريءَ ۾ جنم ورتو. ڊاڪٽر بلوچ عمر جو گهڻو عرصو تعليم، لوڪ ادب ۽ لغات جي تحقيقي ڪم لاءِ وقف ڪيو. نثري تحقيقي ۽ تنقيدي ڪم ۾، خاص ڪري لوڪ ادب، موسيقي ۽ لطيفيات ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌي ادب ۾ خدمت ڪري تمام گهڻو پاڻ مڃايو. ان کان پوءِ استاد لغاري به شاهه جي رسالي تي ڪافي ڪم ڪيو آهي. ان کان سواءِ خليفو محمد امين پلي، مولانا عبدالله لغاري، عبدالله خان ورياهه، گل محمد گلاڻي، پروفيسر نعيم نقوي، محمد ابراهيم ڪنير، حبيب الله ملوڪاڻي، سيد محسن علي شاهه بخاري، محمد اسماعيل احمداڻي، جمال رند، الهورايو اداسي، آفتاب نظاماڻي، ڊاڪٽر عاشق حسين بدوي، ملهار فقير، منٺار فقير خاصخيلي، حاجي محمد رحيم ڪنيار، مفتي عبدالقادر لغاري، عبدالرشيد لغاري، امير بخش شر، رمضان راهي، مير محمد نظاماڻي، استاد نظاماڻي، امر لغاري، مبين وساڻ، گل حسن گل لاڪو، ساگر ڏهراج، دودو پهنور، حسن وساڻ، حڪيم امام بخش مگريو، رضا ڏاهري، عاشق سولنگي ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا.

سانگهڙ جي سگهڙن لوڪ ادب ۾ هن خطي جو مان مٿاهون رکيو. انهن سگهڙن ۾ لعل خان لغاري، احمد خان مري، خان محمد ڪيريو، رئيس جاڙو خان مري، استاد بخشو شر، لونگ فقير جوکيو، مريد مري، صاحب خان ڪوش، محمد صادق ٿهيم، الهڏنو سولنگي، شير محمد لغاري، الهرکيو ڪلوئي، خان محمد جهلوجو، محمود شيخ، هيڙو شر، فيض محمد پنيارو، صوف شر، مير حجم، عبدالله ڪنيار، امام بخش سنجراڻي، سڪيلڏو سنجراڻي، غلام محمد چنو، بولو ڪيريو، حاجي ميوو رند، حاجي مينهون لغاري، موري جلالاڻي، نبن ڏيٿو، چانڊي فقير چانڊيو، ستابو خاصخيلي، واسو فقير ڏاهري، صادق ڏاهري، ميهر علي مري، يامين ڪيريو، عارف چانڊيو، هاشم ڪنيار، حاجي عابد لغاري، فقير دين محمد ڪنيار، ربنواز هنگورو، عبداللطيف لغاري، علي نواز لغاري، گهنور ڏيٿو، حاجي گهمڻ ۽ نورالدين بروهي شامل آهن.

سانگهڙ ضلعو پورهئي ۽ هنر ۾ به ڪنهن سنڌريل خطي کان گهٽ نه رهيو آهي، هتي اٽاوت جو ڪم شاندار نموني جو ٿئي ٿو جنهن



۾ ٺُڪ، پرت، آر ۽ ڄُر جو ڪم مشهور آهي. ان ڪانسواءِ هتي سنيون رليون، کٿا، اجرڪ ۽ ڪيس به ٺهن ٿا. هنا ۽ مٽيءَ جا ٿانوَ سانگهڙ جي ڪاريگرن جا ٺهيل سڄي ملڪ ۾ سني ساک رکن ٿا. جُتين تي مڙه جو ڪم هتان جا ميگهواڙ بهترين ڪن ٿا. سانگهڙ ۽ شهدادپور ۾ جديد دستڪاريءَ جا اسڪول پڻ قائم ٿيل آهن، جتي عورتن کي هنري ڪمن جي سکيا ڏني ويندي آهي.

سانگهڙ ضلعي جي ڇهن ئي تعلقن ۾ لوهارڪو ۽ واڍڪو ڪم تمام سٺو ٿيندو آهي. کپري جي لوهارن جون ٺاهيل ڪوڏرون ۽ هنگورني جون ڪهاڙيون سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور آهن. هتان جا ماڻهو چوپايو مال جام پاليندا آهن. سني نسل جون سنڌي ٻڪريون به هن خطي جي مشهوري آهن. هتان جي ماڻهن جي خاص ڪرت ٻني ٻارو آهي، هتي جا ڪپهه، ڪڻڪ، ڪمند، مرچ ۽ تيلي ٻج خاص فصل آهن. سنڌ ۾ انهن فصلن جو خاص حصو هن ضلعي جي پيداوار آهي. سنڌ ۾ ڪپهه جي مجموعي پيداوار جو اٽڪل ڇهون حصو ۽ ڪمند جي مجموعي پيداوار جو اٽڪل نائون حصو هيءُ ضلعو ڏئي ٿو. هن ضلعي ۾ ڀاڄيون به ڄجهي تعداد ۾ پوکيون وڃن ٿيون. هن ضلعي ۾ ٽيندڙ ميون ۾ انب ۽ ڪيلو وڌيڪ ٿئي ٿو. هتان جون زمينون گهڻي ڀاڱي واهن جي پاڻيءَ تي آباد ڪيون وڃن ٿيون، جڏهن ته ڪجهه اهڙي به ايراضي آهي، جتي ٽيوب ويل ذريعي پوکي ڪئي ويندي آهي. کپري تعلقي جو ٿرواروڀاڱو برساتن تي دارومدار رکي ٿو. ان برساتي پاڻيءَ تي ٻاجهر، گوار، تر، مگ ۽ ٻيا فصل پوکيا ويندا آهن.

سانگهڙ ضلعي جي تعلقي سانگهڙ ۽ تعلقي کپري ۾ ڪيترائي ٻيلا آهن، جن مان عمارتي ڪاٺ، ٻارڻ جون ڪاٺيون، مال جي چارڻ لاءِ پلڙا، ٿاري، ڪونڌر، لاک ۽ ماکي ملي ٿي. کپري تعلقي ۾ ڪيترين لوڻ جون کاڻيون آهن. ايشيا ۾ گهڻي ۾ گهڻو لوڻ تعلقي کپري جي ڍنڍن مان ملي ٿو. کپري تعلقي جي ڍليار واري ايراضيءَ ۾ لوڻ گهڻي مقدار ۾ ملي ٿو هن ضلعي ۾ فارم فاريسٽري جي نالي سان پهلي ڪاٺي جي نگرانيءَ ۾ هڪ اسڪيم هلندڙ آهي، جيڪا زرعي فصلن سان گڏ وڻ لڳائي ٿي، جنهن سبب ضلعي جي ڪافي اپت وڌي آهي.

سانگهڙ ضلعو بنيادي طرح زرعي اقتصاديات وارو آهي. هتي ڪافي تعداد ۾ ڪارخانا آهن، جن ۾ گهڻائي ڪپهه جي ڪارخانن جي آهي، ان ڪانسواءِ مختلف ننڍا وڏا ڪارخانا آهن. ٽنڊي آدم تعلقي ۾ 1955ع کان ڪپڙي جو ڪارخانو هلي رهيو آهي، جتي وڏي تعداد ۾ علائقي جا ماڻهو روزگار سان لڳل آهن. ٽنڊي آدم جي فيصل فلور مل تمام وڏي ۽ جديد مشينن واري آهي، جتي روزاني 150 ٽن اٽو پيهجي ٿو. هتان ملڪ جي ٻين شهرن ڏانهن اٽو موڪليو ويندو آهي. ان ڪانسواءِ 'احسن ڊرگس ڪمپنيءَ' نالي سان دوائن جو ڪارخانو آهي، جنهن ۾ ڪافي دوائون ٺهن ٿيون. 'پاڪستان ٽنڊو آدم بون ملز' نالي سان هڏن جي مِل آهي، جتان هڏن جو پائوڊر ڪافي دوائن ۽ پولٽري فارمن لاءِ فراهم ڪيو ويندو آهي. ان کان سواءِ ٽنڊي آدم ۾ ماچيس ٺاهڻ جون فيڪٽريون، تيل جا ڪارخانا، صابڻ ۽ برف جا ڪارخانا آهن. سڄي ضلعي ۾ تيل ۽ برف جا ڪارخانا ۽ سرن جا ڀٺا آهن، جن ذريعي لڪين ماڻهو روزگار ڪن ٿا.

**صحافت:** سانگهڙ ضلعو صحافت جي حوالي سان به اڳيرو رهيو آهي، جڏهن سانگهڙ اڃا ضلعو ڪونه ٿيو هو ان وقت کان نوابشاهه مان ڪيترا هندو صحافي اخبارون ڪڍندا هئا، جن مان سيٺ تلوڪچند هفتيوار 'هند سماچار' اخبار ڪڍندو هو جيڪا سانگهڙ جي حدن ۾ گهڻي مقبول هوندي هئي. ورهاڱي کان اڳ غلام شبير ملتاني هفتيوار اخبار 'پرواز' ڪڍندو هو جيڪا هڪ وقت ٽن ٻولين (سنڌي، اردو ۽ فارسيءَ) ۾ شايع ٿيندي هئي. اها اخبار ورهاڱي بعد ڪيتري عرصي تائين جاري رهي. 1954ع ۾ خان غازي ٽنڊي آدم مان هفتيوار اردو اخبار 'جمهور' جاري ڪئي، ان بعد 1953ع کان 1954ع ڌاري فقير محمد رحيم مهر، سانگهڙ مان 'الفقراءَ' نالي هفتيوار اخبار جاري ڪئي، جيڪا حيدرآباد ۾ ڇپي ويندي هئي، اڳتي هلي 1971ع ڌاري فقير محمد رحيم سانگهڙ ۾ پنهنجي پريس قائم ڪري اخبار کي ٽه روزه ڪيو. شهدادپور ۾ ڪامريڊ شوڪت پنهنجي نالي پنيان 'شوڪت نيوز سروس' جاري ڪئي ۽ سنڌ مان نڪرندڙ سڀني اخبارن کي خبرون پهچائيندو هو. ان دؤر ۾ شهدادپور مان حڪيم حبيب الحسن بدايوني پنهنجي نالي قائم ڪيل ليٿو پريس مان هفتيوار اخبار 'ترڪش' جاري ڪندو هو. هن پنهنجي حڪمت خاني ۾ اخبار جو دفتر به قائم ڪيو. 1955ع ۾ ون يونٽ لاڳو ٿيڻ بعد، سيٺ شاهه محمد ميمڻ هفتيوار اخبار 'قائد' جاري ڪئي، جيڪا سنڌي ۽ اردو ٻنهي ٻولين ۾ ڇاپي ويندي هئي. اها اخبار ڪجهه عرصي بعد بند ٿي وئي. ان کانپوءِ هڪ ٽيلر ماسٽر علي محمد سولنگيءَ هڪ هفتيوار اخبار جاري ڪئي. ٽنڊي آدم مان عبدالرزاق سومري 'شاهين' نالي هفتيوار اخبار جاري ڪئي، جيڪا ڪجهه سالن بعد بند

تي وئي. محمد اشرف دائودپوٽي 1965ع ۾ هفتيوار اخبار 'مجاهد' جاري ڪئي، جنهن کي پنهنجي پرنٽنگ پريس مان ڇپائيندو هو. اها اخبار جيڪب آباد مان شايع ٿيندي هئي، جنهن جو ٻيو ايڊيشن سانگهڙ مان 1965ع کان نڪرندو هو. هن اخبار زراعت جي حوالي سان ڪيترا ايڊيشن شايع ڪيا. محمد اشرف دائودپوٽي جي وفات بعد سندس پٽ اخبار جي اشاعت جاري رکيو اچي. سانگهڙ ضلعي جي بيباڪ صحافين ۾ بادل ٽري، عاجز منگي، نواز ڪنير، حسن لانڊر، اسحاق مگريي کي ڪنهن به صورت ۾ وساري نه ٿو سگهجي.

سانگهڙ ضلعي ۾ ڪيترين پرنٽنگ پريسون قائم ٿيون، جن ۾ 'شهدادپور پرنٽنگ پريس'، 'ٽنڊو آدم آرٽ پريس'، 'سانگهڙ پرنٽنگ پريس' ۽ 'نظاماڻي پرنٽنگ پريس' سميت ٻيون به شامل آهن.

سانگهڙ ضلعي ۾ سنڌ سميت سڄي ملڪ جي سيني اخبارن ۽ ٽي وي چينلن جا نمائندا مقرر آهن. هن وقت سانگهڙ، ٽنڊي آدم، کپري، سنجهوري، شهدادپور، ڄام نواز علي سميت ٻين ننڍن وڏن شهرن ۾ پريس ڪلبون قائم آهن.

**ثقافت ۽ ميلا:** سانگهڙ ضلعو ثقافتي ميلن جي حوالي سان خاص اهميت رکي ٿو. هن ضلعي جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ جتي قديم آثار ملن ٿا، اتي بزرگن ۽ صوفي سنتن جون خانقاهون به آهن. انهن بزرگن ۽ صوفين مان ڪيترن جي خانقاهن ۽ درگاهن تي ميلا لڳن ٿا. جن مان تعلقي ٽنڊي آدم ۾ حسن بخش شاهه ڊنڙي واري ۽ کپري تعلقي ۾ صوفي شاعر ۽ بزرگ منٺار فقير راڄڙ جا ميلا پنهنجي نوعيت جا بيمثال ميلا آهن، جتي ادبي ڪانفرنس سان گڏ سنڌ جا بهترين فنڪار سرن جي ورڪا ڪندا آهن. ان ڪانسواءِ بهرام فقير بريءَ جو به شاندار ميلو لڳندو آهي، جنهن سان به تاريخي قصا لاڳاپيل آهن.

مشهور بزرگ ۽ شاعر مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ تي هر چنڊ جي پهرئين سومر جي رات ميلو ٿيندو آهي، جنهن ۾ صوفي راڳي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن.

ان ڪانسواءِ ضلعي جي مختلف درگاهن ۽ خانقاهن تي ساليانا ميلا ٿيندا آهن، جتي راڳ جي محفل ڪانپوءِ ملهه ملاکڙو، گهوڙن ۽ ڏاندن جي گوءِ جا مقابلا به ٿيندا آهن.

**سانگهڙ (ناول):** برک اديب، ڪهاڻيڪار ۽ صحافي محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو سرجيل سنڌي ادب جو مقبول ترين تاريخي ناول آهي، جيڪو انگريز دور ۾ حرن جي جدوجهد تي لکيو ويو آهي. هن ناول ۾ انگريز راڄ جي ظلمن ۽ آزاديءَ جي متوالن جي ڀرپور نموني ڪردار نگاري ٿيل آهي. هي ناول ڏيپلائي صاحب، 1961ع ۾ حيدرآباد سينٽرل جيل جي سي ڪلاس ۾ 40



ڏينهن جي قيد دوران لکيو جتي 'سي ڪلاس' جي قيدي حرن جا داستان ٻڌي کيس هن ناول لکڻ لاءِ اتساهه مليو. حرن بابت انگريزن ۽ سندن درٻارين جيڪا غلط پروپيگنڊا ڪئي هئي، هي ناول ان جو توڙ ثابت ٿيو ۽ عوام آڏو حرن جي وطن دوستيءَ جي حقيقت سامهون آئي. هي ناول حر تحريڪ جي جدوجهد، دليري، جوانمردي، وفاداري ۽ سچائيءَ جو شاهڪار داستان آهي. ڏيپلائي صاحب هي ناول 'من ميربحر' جي نالي ڪيو آهي، جنهن کي انگريزن ڦاهيءَ تي چاڙهيو هو ۽ سندس قبر جو پتو پئجي نه سگهيو.




هن ناول ۾ سورهيه بادشاهه جي جدوجهد سان گڏ انهن لاتعداد حر مجاهدن مردن ۽ خصوصاً عورتن جي قربانين جو ذڪر آهي، جن پنهنجيون جانيون گهوري انگريزن جا پير ڪڍيا. ناول ۾ مجاهدن مان ڪيترن جا نالا وٺي سندن جدوجهد جي تصوير ڪشي ڪئي وئي آهي.

هن ناول جو پهريون ڇاپو 1963ع ۾ شيخ غلام علي اينڊ سنز وارن ڇاپيو، جنهن کي پاڪستان رائٽرز گلڊ، سال 1963ع جو بهترين سنڌي ناول جو انعام ڏنو. هي ناول ڊيمي سائيز جي 650 صفحن تي مشتمل هو ۽ ان جي قيمت 10 روپيا هئي. ان جو ٻيو ايڊيشن سعيد سومري، 1985ع ۾ شايع ڪيو. جڏهن ته ان جو ٽيون ڇاپو نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد، 1993ع ۾ ڇپايو. ان ڪانپوءِ ناول جو اختصاري ايڊيشن، روشني پبليڪيشن ڇاپيو ۽ 2010ع ۾ سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، هن ناول جو مڪمل چوٿون ڇاپو ڇپرائي پڌرو ڪيو آهي.




ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 495 صفحا آهن، ۽ ان جي قيمت 400 روپيا آهي. ساڳئي سال روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري، پڻ هن ناول جو نئون ڇاپو ڇپرايو آهي. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 526 صفحا آهن ۽ قيمت 400 روپيا آهي. هن ڪتاب جي تلخيص تي مشتمل اردو ترجمو، ڏيپلائي صاحب جي نياڻي ثريا سوز ڏيپلائيءَ ڪيو آهي.

هي ڪتاب ڊيمي سائيز جي 272 صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو فڪشن هائوس لاهور پاران، سال 2002ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي، ان جي قيمت 160 روپيا آهي.

**سانول گبول (ديهه):** تعلقي ڪنڌڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سانوڻ گبول، خير محمد، دادن ڪوسو محبت گولو خدابخش ڪوسو، منڊو ڪوسو، منگهر ملڪ، جان محمد، خداآباد ۽ عبداللطيف.

**سانوڻ:** برسات جي مهيني کي ’سانوڻ‘ سڏجي ٿو. هي ڏيهي سنڌي ڪئلينڊر جو پنجون مهينو آهي، جيڪو ’آکاڙ‘ ۽ ’بڊي‘ مهينن جي وچ تي، يعني 16 جولاءِ کان 15 آگسٽ تائين ايندو آهي. هندو ڌرم موجب، توڙي سنڌ جي موسمي حالتن مطابق سانوڻ مهيني کي خاص اهميت حاصل آهي، ڇو ته هي مهينو، مينهن/ برساتن جو مهينو آهي. برسات جي موسم کي ’سانوڻيءَ جي مند‘ به چوندا آهن. هن مهيني ۾ درياهه ۾



سانوڻ دوران ڇوڪريون پينگهه لُڏي رهيون آهن.

چاڙهه ايندو آهي ۽ ٿر ۾ ’وسڪارو‘ ٿيندو آهي. وسڪاري کي سڄي سنڌ ۽ خاص ڪري ’ٿر‘ (ريگستان) جا ماڻهو زندگيءَ جي علامت سمجهندا آهن. ٿري ماڻهو ’سانوڻ‘ مهيني جو وڏو اوسيئڙو ڪندا آهن.

سانوڻ، سرهائي، سک، سلامتيءَ ۽ سونهن جي علامت آهي. سنڌ جي ڪلاسيڪي ۽ جديد شاعرن، سانوڻ کي خوب ڳايو آهي.

شاهه جي رسالي ۾، سر سهڻي، سر بلاول ۽ سر سارنگ ۾ شاهه لطيف جا سانوڻ بابت ڪيترا بيت ملن ٿا:

واهڙَ ويريون نہ پاءِ، تو پڻ ليکو ڏيئڻو،
سدا ’سانوڻ‘ ڏينهڙا، هينئين نہ هونداءِ،
وهاڻيءَ ويندءِ، اوير اُتانهان لهي!

شاهه لطيف ٿر جي ماڻهن ۽ ساهوارن جي ان اوسيئڙي واري ڪيفيت جو ذڪر پنهنجي شاعريءَ ۾ هن ريت ڪيو آهي:

سارنگ کي سارين، ماڻهو مرگهه، مينهيون،
’آرون‘ ابر آسري، ٽاڙا ٽنوارين،
سپون جي سمونڊ جون، نئين سج نهارين،
پلر پيارين، تہ سنگهارن سک ٿئي!

ٿري/ ڍاٽڪيءَ ۾ ’سانوڻ‘ کي ’سرامڻ‘ بہ چوندا آهن، جيڪو سنسڪرت لفظ ’شرامڻ/ شروڻ‘ آهي.

”سرامڻ آيو سُرنگو، آئي نويلي ٽيج“
[اجهو سهڻن رنگن وارو سانوڻ آيو آهي، جاڻ تہ سانوڻ ٽيج بہ آئي.]

سانوڻ مهيني ۾ ٿر جا مارو لوڪ، ڍهوڪي، موري، ڏيئل ڏو، وڻجاري، ڀئيي، ڊولي، ڍاٽيڙي، همرچي، ڪجليي، هينڊامٽي، منڊوڙي، ورساڙي، چوماسي، سانوڻ ٽيج، پٺهياري، جلاليي، جوڏيي، رومال ۽ ڪونجل جهڙا لوڪ گيت ڳائي خوشيون ملهائيندا آهن.

ٿر ۾، سانوڻ مهيني ۾ ڪيترا ڏڻ/ تهوار ملهايا ويندا آهن، جن کي عام طور ڌرمي رنگ ڏنو ويندو آهي، پر اصل ۾ اهي ڏڻ زرعي ۽ ثقافتي ڏينهن آهن، جن مان ڪي ڏڻ/ تهوار هن ريت آهن:

**ٽيج:** هي سانوڻ مهيني جو اهم تهوار آهي، جنهن ۾ نوجوان عورتون ورت رکنديون آهن ۽ پوئينءَ رات جو جڏهن آسمان تان ڪڪر ورندا آهن تہ ورت ڇوڙينديون آهن (وڌيڪ ڏسو: سانوڻ ٽيج).

**رکڙيءَ جو تهوار/ راکي ٻنڌڻ:** هن رسم موجب ڀيڻ پنهنجي ڀاءُ کي ٻانهن ۾ راکِي يا رکڙي ٻڌندي آهي. هيءَ رسم سنڌ جي قديم ثقافتي رسم آهي، جيڪا بہ سانوڻ مهيني ۾ ادا ڪئي ويندي آهي. (وڌيڪ ڏسو: راکي ٻنڌڻ، جلد ڇهون).

**ٽڏڙي:** هي اهم تهوار، سانوڻ جي رُت پوري ٿيڻ جي خوشيءَ ۾ ملهايو ويندو آهي. (وڌيڪ ڏسو: ٽڏڙي، جلد ٻيو).

**ڪانهوڙو/ جنم اشٽمي:** هن تهوار کي جنم اشٽمي، گوڪلا اشٽمي، ڪرشنا جيئنتي چوندا آهن ۽ ان کي ٿر ۾ ڪانهوڙو سڏيندا آهن. هي تهوار سانوڻ جي اونداهي اٺينءَ تٿ تي سنڌ ۽ سڄيءَ دنيا جا هندو، وچ آگسٽ ڌاري ملهائيندا آهن. ٿر ۾ هن ڏينهن کي خاص اهميت آهي. (وڌيڪ ڏسو: جنم اشٽمي، جلد پنجون- ضميمو).

**گوگو تهوار:** هن اهم تهوار تي ٿر ۽ راجسٿان جا هندو، نانگن جي بادشاهه/ ديوتا ’گوگي چوهاڻ‘ جي پوڄا ڪندا آهن، جنهن جو مقصد اهو هوندو آهي تہ کين نانگن بلائن کان پناهه ملي سگهي. روايت آهي تہ گرو گورکناٿ، گوگي چوهاڻ جي ماءُ ٻڇال (جيڪا تنور راجپوت هئي) کي گگرال پرشاد طور ڏنو ۽ چيو تہ هي کائڻ سان کيس پُٽ ڄمندو، گگرال جي ڪري هي گوگو سڏجڻ ۾ آيو. سندس جنم جيوَر چوهاڻ ۽ راڻي ٻڇال جي گهر ۾ 900ع ڌاري راجسٿان ۾ ٿيو هو. گوگي جو وڏو ميلو راجسٿان جي ضلعي هنومان ڳڙهه جي شهر گوگاميڙيءَ ۾ لڳندو آهي، جتي چون ٿا تہ هن سماڌي ورتي هئي. گوگي چوهاڻ کي راجسٿان ۽ سنڌ (خاص ڪري ٿرپارڪر) جون هندو جاتيون جهڙوڪ: ڀيل، راجپوت، ريٻاري وغيره نانگن جي ديوتا طور پوڄيندا آهن. هر سال بڊي مهيني جي اونداهي اَنين تِٿ تي ڀاوَ چاڙهيندا آهن.

ان کانسواءِ سانوڻ مهيني ۾ ڪيتريون ئي ثقافتي ۽ مذهبي رسمون پڻ ادا ڪيون وينديون آهن.

شيخ اياز بہ پنهنجي هڪ وائيءَ ۾ ’سانوڻ‘ کي هيئنءَ ريت ڳايو آهي:

سانوڻ ڪيئن اڪيلو آئين،
ساجن کي بہ تہ آڻ!

سانوڻ کي سنڌي ٻوليءَ ۾ ’سارنگ‘ بہ سڏيو ويو آهي، جنهن جي معنيٰ: ’ميگهه، جهڙالو، ملهار، سانوڻ جي موسم‘ آهي. شاهه لطيف جي رسالي ۾ ’سارنگ‘ بابت هڪ مڪمل سُر شامل آهي.

**سانوڻ ٽيج**: سانوڻ ٽيج جا ٻہ تهوار ٿيندا آهن: هڪ ننڍي ٽيج ۽ ٻي وڏي ٽيج. ننڍي ٽيج تي پيٽون ورت (روزو) رکي، پنهنجي پيائرن جي ڏگهي ڄمار، سٺيءَ صحت ۽ خوشحال زندگيءَ لاءِ دعائون گهرنديون آهن، جڏهن تہ وڏيءَ ٽيج تي عام عورتون 'پتي ورت' (مڙس لاءِ روزو) رکي، پنهنجي وَر لاءِ دعائون گهرنديون آهن. ورت رکڻ دوران اهي ٽولن جي صورت ۾ گڏجي هيٺئين قسم جو گيت ڳائينديون آهن:

ٻيرا مِنان بيهگو تيڙڻ آئي،

آئي ري سرامڻ ري ٽيج ...

(اي پائڙا! مون کي سگهڙو وٺڻ اچ. جو سانوڻ ٽيج اچي وئي آهي).

وڏيءَ ٽيج بابت هندو ڌرم وارن وٽ روايت آهي تہ پاروتيءَ، پنهنجي پتي شِوَ لاءِ ورت رکيو هو. سانوڻ جي سهائي اگيارس/ ٽيجڙيءَ جي تهوار تي ورت واريون ڇوڪريون منجهند جو بيهي مُگن جا سلا پينگهي ۾ لوڏينديون آهن ۽ سنجها جو کنهن برهمڻ کان ٽيج آکاڻي ٻُڌي، چنڊ کي ارگ ڏئي ورت کوليندي آهن. ٿر ۾ هن کي 'گجوڻن واري ٽيج' بہ چئبو آهي. اڄڪلهہ ڪيتريون رسمون بدلجي ويون آهن. هاڻي ٽيج جي موقعي تي شادي شده نياڻيون اباڻي گهرن اينديون آهن، جن کي ڪوٺڻ لاءِ خاص ڪري ڀاءُ ويندو آهي، اُهي نياڻيون ٽيج تي ورت رکي وڻن ۾ لوڏون لُڏنديون آهن. وسڪاري دوران پيدا ٿيل ڀڇون، ڪونديون، ڳاگيا ۽ ٻنين ۾ ٿيندڙ گدرا ۽ چانهيون ڪائينديون آهن. جڏهن تہ شهري ڇوڪريون مارڪيٽ مان ميوات گهرائي ڪائينديون آهن. هڪ لوڪ شاعر جو دوهو آهي تہ:

سانوَڻ آيو سُرنگو، آئِي نَهَيلِي ٽِيج،

لئي تراجُو تَول واڻيا، مارِي ساس منگائِي چِيج.

(رنگ برنگي سانوڻ، نئين ٽيج سان گڏ آيو آهي، اي واڻيا (واپاري)! منهنجو ور گهرناهي، ساهمي ڪٽي شيءِ توري ڏي، جو منهنجيءَ سَس گهُرائِي آهي!)

**سانوڻ سنڌي**: شاعر 'سانوڻ سنڌيءَ' جو اصل نالو بہ سانوڻ هو ۽ هُو مُکي ڪمون مل مينگهواڙ جي گهر ۾، 5 فيبروري 1966ع تي، سيد محلي، ٽنڊي غلام عليءَ ۾ پيدا ٿيو. هن پرائمريءَ کان مئٽرڪ تائين پنهنجي شهر ۾ تعليم حاصل ڪئي. هاير سيڪنڊري اسڪول/ ڪاليج مان 1984ع ۾ انٽر ڪئي ۽ ان ڪانپوءِ بي. ايس. سي ۽ ايم اي سنڌيءَ جون ڊگريون گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ٽنڊي محمد خان مان حاصل ڪيائين.



سانوڻ سنڌي، جونئير اسڪول ٽيچر ٿيو ان ڪانپوءِ هن جي سائنس ٽيچر طور مقرري ٿي ۽ وفات واري تاريخ 4 جنوري 2003ع تائين سائنس ٽيچر ٿي رهيو.

سانوڻ سنڌي، پورهيت مائٽن جو محنتي اولاد هو. هن محنت مزدوريءَ سان گڏ ايمانداريءَ سان ملازمت ڪئي. هن کي ننڍپڻ کان وٺي لکڻ پڙهڻ جو شوق هو ۽ 1983ع کان باقاعدي شاعري ڪيائين، جڏهن سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو شاعر واجد ٽنڊي غلام عليءَ ۾ ملازم ٿي آيو تہ سانوڻ سنڌي ۽ هن گڏجي صوفي شاهہ عنايت شهيد اپياس گهر قائم ڪيو، جنهن جي لائبرري آفيس ۾ هفتيوار ادبي گڏجاڻيون ٿينديون هيون. ادبي گڏجاڻين جي تنقيدي نشستن ۾ سانوڻ جي شاعريءَ پختگي اختيار ڪئي. ان وقت مشڪور ڦلڪارو، غلام مصطفيٰ شاهين، عمر آريسر، نبي بخش ناز، سليم رضا ۽ ٻيا گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿيندا هئا. اڳتي هلي صوفي شاهہ عنايت شهيد اپياس گهر، سنڌي ادبي سنگت ٽنڊي غلام عليءَ ۾ ضم ٿيو تڏهن ڪهاڻيڪار جمن احمداڻي، اعجاز پٽي، امر سنڌي، رفيق لند، مختيار سهتو ۽ جهانگير گل وغيره بہ گڏجاڻين ۾ اچڻ شروع ٿيا، ائين سانوڻ سنڌيءَ جي شاعري پختگي اختيار ڪندي وئي. هو سُنو ڪمپيئر بہ هو مختلف پروگرامن جي ڪمپيئرنگ ڪيائين. سنڌي ادبي سنگت، ٽنڊي غلام عليءَ جي ترقيءَ ۾ سندس تمام وڏو هٿ هو هن ڪهاڻيون ۽ مضمون بہ لکيا. سيپٽمبر 2002ع جي ڪينجهر رسالي ۾ سندس ٽنڊي غلام عليءَ تي لکيل مضمون سڄيءَ سنڌ ۾ ٻيو نمبر حاصل ڪيو. سانوڻ سنڌيءَ 37 سالن جي نوجوانيءَ واري عمر ۾ وفات ڪئي. سندس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب 'ساوڻ آيو ساٿ ڪري' سنڌي ادبي سنگت، ٽنڊي غلام عليءَ پاران جنوري 2004ع ۾ سندس پهرين ورسيءَ تي ڇپجي پڌرو ٿيو.

**سانوڻ فقير**: سانوڻ فقير، سنڌ ۾ طويل بيتن، خاص ڪري نڙ بيتن جو مشهور عوامي شاعر ٿي گذريو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڪتاب 'نڙ بيت' ۾ سانوڻ فقير بابت لکيو آهي تہ، "سانوڻ فقير، ذات جو خاصخيلي، اصل ۾ ننڍي شهر (تعلقي بدين) کان چار ميل اتر طرف، ڳوٺ شهداد خاصخيليءَ جو ويٺل هو ۽ اندازاً 75-1870ع ڌاري ڄائو هو. [ڪتاب جي فوٽ نوٽ ۾ ڪجهہ ٻيون روايتون ڏيندي لکيو اٿس تہ مولوي گل محمد خاصخيليءَ جي روايت موجوب، سانوڻ فقير، ڳوٺ پائي خان، ديهہ ڪانڀري، تپي مرزاپور، تعلقي بدين ۾ ڄائو. قاضي الهورائي (تعلقي ماتلي) جي روايت موجب، سانوڻ فقير، ماڻڪ واهہ جي ڪاري ڦڙدي کان هڪ ميل اوپر طرف، 'ڪنڪائي سيدن' جي ڳوٺ ۾ ڄائو هو.] سانوڻ جي مهيني ۾ ڄمڻ ڪري مائٽن سندس نالو 'سانوڻ' رکيو. پنهنجي ڳوٺ ۾ حافظ ڪبير وٽ قرآن شريف پڙهيو ان بعد مال چاريائين.

سانوڻ فقير کي ننڍي هوندي کان ئي 'نڙ بيت' جي ڪچهرين سان چاهہ هو. ڪيترن مشهور شاعرن جا بيت ياد ڪيائين. جيڪي پنهنجي منهن جهونگاريندو رهندو هو. هڪ روايت موجب علي خان ڪورائيءَ، جنهن بعد ۾ سانوڻ فقير جا بيت چيا، سانوڻ فقير کي نڙ بيت چوڻ جو گس ڏنو.

اهڙيءَ ريت سانوڻ ڏينهن جو مال چاريندو هو ۽ رات جو ڪچهرين ۾ ٻين شاعرن جا بيت چوندو هو. پر اجا پنهنجا بيت نہ چيا هئائين. سانوڻ فقير جي شاعريءَ جي شروعات بابت مختلف روايتون رائج آهن. جن مان ڪن موجب سانوڻ فقير ويجهن عزيزن جي وفات جي غم سبباڻ بيت چيا ۽ ٻين موجب ڪيس مجاز جي مهميز آئي ۽ هن شاعري شروع ڪئي.

هڪ روايت موجب سانوڻ فقير، ڇپني واري ڏڪار جي ٻئي سال (1857ع سنبت ۾) مال چارڻ چڙهي، جهڏي ڪان اٺ ميل ڏکڻ اولهہ طرف، ڳوٺ فضل خاصخيليءَ ۾، وڏيري ڪهڙ اُڏيجي وٽ ٻني ڪئي، ۽ وڏي بيماريءَ (1918ع واري وبا) واري وقت تائين اتي رهيو. ان وبا ۾ سندس زال ۽ ٻہ پائر گذاري ويا ۽ ڪيس جيئن نياپو پهتو تہ سندس هوش خطا ٿي ويا، ۽ زال ۽ پائرن جي فراق ۾ اُتي جو اتي بيت چيائين تہ:

ستين ڏينهن صبح جو، ڪڍي سج ڪني،
آيا مرد الله جا، ڪٽي سرڪ سنهي،
رونڊي رڙندي ڪيترو، بندا تو بني،
مون ڪان سگ چني، لاهوتي لڏي ويا.

لڏي ويا چڙهي، ڪري آتڻ اولاٽو،
پيڙي دل پرزا ڪري، گهمائي ويا گهاٽو،
سورن ۾ سانوڻ چئي، وتان ويڳاٽو،
آيل اولاٽو، ڏئي ويام ڏهاڳ جو.

اهڙيءَ طرح سندس شاعريءَ جي شروعات انهن بيتن سان ٿي.

ٻيءَ روايت مطابق سندس شاعري مجازي بيتن سان شروع ٿي ۽ هن هڪ ڏيتياٽي مائيءَ جي عشق ۾ بيت چيا.

سانوڻ فقير شڪل جو ڪوجهو هو. پر اکيون پاٽيائيون ۽ اندر ۾ جوش جا جل هئس. سانوڻ فقير جي اندر ۾ عشق جي باهہ پڙڪيل هئي. سخت سرديءَ ۾ بہ بيت چئي، مٿان پاڻيءَ جو گلاس پيئندو هو. اهڙيءَ طرح بيتن ڏيندي دِلا پاڻيءَ جا پي ويندو هو سندس بدن مان پگهر ريلا ڪري پيو نڪرندو هو بيت چوڻ وقت گوڏا پيچي اُپو ٿي ويهندو هو پُنا سدائين اگهاڙا هوندا هئس. بيت ڏيئي يڪدم پرسان رکيل پاڻيءَ جو لوٽو کڻي وات ۾ اوتيندو هو. بيت نهايت درد مان ڏيندو ۽ اشارن سان پوري تصوير آڏي اکيان بيهاريندو هو.

سانوڻ فقير نماز جو پابند هو. پر روزا نہ رکندو هو. جو بيتن ڏيندي ڪيس پاڻي ضرور پيئڻو پوندو هو. ڪنهن پڇيس تہ روزا چو نہ ٿو رکين تہ هٽ ٻڌي چيائين:

آءُ گدبو، آءُ گولاڙو، آءُ ٻي پِتو ٻي پاڙو،
من جي مرادن ڪي، آءُ ڪريان ڪهاڙو،
آهيان هتين خالي، پتو نہ ڪو پاڙو،
ڏسي دور دنيا جا، سرس لڳو ساڙو،
هيءَ حد ڇڏي هن حد ۾، هنيم ڏن ڏسي ڏاڙو،
صوفيءَ جو سانوڻ چئي، لٿو من تان مونجهارو،
جڏهن ترندو تراڙو، پوندي سڌ سچائيءَ جي.

سانوڻ فقير جي بيتن ۾ سوز هو ان ڪري عام ۾ نهايت مقبول ٿيا. سانوڻ فقير سچيءَ سنڌ جو سير ڪيو ۽ ميڙا پيٽيا. جنهنڪري سندس بيت بہ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهتا ۽ اڄ تائين عام ڪچهرين ۾ چيا وڃن ٿا.

سانوڻ فقير تي لسبيلي واري ڪبير شاهہ جي بيتن جو اثر هو. بلڪ ائين چوڻ ۾ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ اهو سندس حقيقي استاد هو. سانوڻ فقير جا ڪيترا شاگرد ٿيا. جن مان مولا بخش خاصخيلي، صديق فقير، بچايو فقير رند، توڏو فقير مري، علي خان ڪورائي مشهور آهن.

سانوڻ فقير سان بيتن ڏيڻ وقت ڪاني (نڙ) وڄائيندڙن ۾ موسو خاصخيلي (ڳوٺ ڪنڊڙي)، ڪهڙ خاصخيلي (اڪين ڪان وڏو)، فقير گلو اوٺاري (بدين)، سندس ساٿاري هوندا هئا.

سانوڻ فقير جو دستور هو تہ ساڳيو بيت وري نہ چوندو هو. پر هيئيون بيت ورجائي چيائين:

سسئي سڪي شهر جي، تو ڇلا ڪٽيا ڇو؟
تو ڪي ننڊ نياڳ جي، ڳنگا ڪٽي وئي ڳوءِ،
ساري رات سانوڻ چئي، هل هنگامو هوءِ،
پرهہ ڦٽيءَ ڪان پوءِ، هاڙهو هوت هٽي ويا.

اها سندس موڪلاڻي هئي. ان بعد جلد وفات ڪيائين. سندس وفات 1935ع ڌاري واقع ٿي. وفات بعد ڪيس وصيت موجب 'اوٺي وارن پيرن جي مقام' (ماتلي ۽ ٽنڊي غلام عليءَ جي وچ ۾) دفن ڪيو ويو. جتي سندس قبر موجود آهي.

سانوڻ فقير ۽ ساٿيارين، ڍگهي بيت/ نڙ بيت جي صنف کي سنڌ ۾ وڌايو. سانوڻ فقير جي اسلوب جو سندس شاگردن ۽ ڪيترن شاعرن تي اثر ٿيو. سندس شاعر مولا بخش خاصخيلي ڪانئس سئو فيصدي متاثر ٿيو. بچائي رند تي بہ سانوڻ فقير جو اثر پيو. جڏهن تہ هو سانوڻ جو مدمقابل ساٿاري ۽ پنهنجي سر ناميارو شاعر هو. هي سڀ نڙ بيت جا نمائندا شاعر هئا. سانوڻ جا ٻيا بہ ڪيترا همعصر هئا. جهڙوڪ: پاهڙ دل (پراڻ وارو)، غلام حسين مغل (سنڌڙي)، طيب خاصخيلي (ٽنڊي غلام عليءَ جي طرف وارو)، مريد پالاري (ڪوهستان)، گل محمد ڪوسو (ڪوسا ڪيٽي، سجاول)، شادي مري ۽ شادمان مري (ڪپرو)، مرزو نوحاڻي (ڍگهڙي)، منو چانڊيو (مورو) وغيره. نڙ بيتن جي وڏين ڪچهرين جو مرڪز پٽ ڏٽيءَ جو ميلو هو.

سانوڻ جا بيت فقط بياني نہ آهن. پر بيان سان گڏ اهي سندس سوز ۽ جذبي جي ترجماني آهن. 1915ع کان 1955ع واري دور ۾ نڙ بيتن جي ڪچهرين ۾ سانوڻ ۽ سندس بيتن جي هنڌين ماڳين هڪل ۽ هونگار هئي. سانوڻ جا بيت سنڌ ۾ ايترا تہ مقبول پيا، جو هن وقت بہ وچولي ۽ لاڙ ۾ بيت ڏيندڙن مان ڪو ورلي اهڙو هوندو. جنهن کي سانوڻ جو بيت ياد نہ هجي.

سانوڻ فقير سسئي، مومل راڻي، مارئي، ليلان چنيسر، سهڻي ميهار، ليلان مجنون، ڪانگل، مورڙي سامونڊي، سارنگ، ڪارايل وغيره بابت بيت چيا آهن، پر سندس سسئيءَ ۽ مارئيءَ وارن بيتن ۾ وڌيڪ سوز آهي. مارئيءَ جو هڪ بيت مثال طور پيش ڪجي ٿو:

اڏ لوئيءَ جو انگ تي، اڏ انگيائون انگ،
مون جيڏيون ملير ۾، هٽن دوديريون دنگ،
مکڙيون مرٽ، مانڏاٽا، ساوا جهلين سنگ،
وڃن ٿا وجود ۾، چڙا چوڏس چنگ،
ڪنوٽن ڪيڏ مچايا، راول رتا رنگ،
ماروئڙن ملير ۾، مون کي ورهه وڏا ونگ،
سورن جا سانوڻ چئي، ڏي م ڏکويل کي ڏنگ،
نيڻرن لڳي ننگ، آءُ اجاريندس اباڻن جا.

**سانوڻ فقير جو ميلو:** نڙ بيت جي نامور شاعر سانوڻ فقير جو ميلو هر سال 23 کان 25 شوال تائين وڏي ڌام ڌوم سان ڳوٺ 'قلڪارا'، تعلقي ماتلي، ضلعي بدين ۾ لڳندو آهي. هن ميلي ۾ اٺن، گهوڙن، ڍڳن ۽ ٻئي چوپائي مال جو واپار وڏي پيماني تي ٿيندو آهي. ميلي ۾ راڳ رنگ جي محفل به رچائي ويندي آهي، جنهن ۾ ريڊيو تي وي جا نامور فنڪار حصو وٺندا آهن. هن ميلي ۾ لاڙ ۽ اترجي پهلوانن ۾ ملهه جا مقابلا ٿيندا آهن. ان کان علاوه پلن گهوڙن ۽ پلن ڍڳن جا انعامي مقابلا به ٿيندا آهن. سانوڻ فقيرجي ميلي ۾ مشهور سرڪس ڊراما، ٿيئٽر ۽ دڪان سينگاريندڙن کي انعام به ڏنا ويندا آهن. هن ميلي ۾ سڄيءَ سنڌ مان هزارن جي تعداد ۾ مريد ۽ عقيدتمند ايندا آهن. جن جي لاءِ لنگر جو به انتظام هوندو آهي. هي ميلو ضلعي بدين جي ماڻهن لاءِ تفريح جو بهترين ذريعو آهي.

**سانوڻ گبول** (ديهه): تعلقي ڪنڌڪوٽ، ضلعي ڪنڌڪوٽ-ڪشمور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سانوڻ گبول، خير محمد، دادن ڪوسو، صحبت گولو، خدا بخش ڪوسو، منديو ڪوسو، منگهر ملڪ، جان محمد، خدا آباد ۽ عبداللطيف.

**سانوڻ لاشاري** (ديهه): تعلقي ڳڙهي خيرو، ضلعي جيڪب آباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سانوڻ لاشاري، قيصر واند، چتو لاشاري، محمد علي بروهي، حبيب الله بروهي، قلندر بخش بروهي، نبي بخش بروهي، فقير محمد بروهي، سومر بروهي، راضي بروهي، خان محمد بروهي، راحم بروهي، الهرکيو سخاوت مل، نيگراجو فضل محمد، مريد پٽي، الهه بخش پٽي، حاجي غفار، لالو بروهي ۽ الاهي بخش.

**سانهاري** (ديهه): تعلقي وارهه ضلعي قنبر-شهدادڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

بجار خان ساڪاٽي، محمد ابراهيم ۽ سوائي چانديو.

**سانهر/ سهاڳو:** هي هڪ اهڙو زرعي اوزار آهي، جيڪو کيڙيل ٻنيءَ کي سنوت ۾ آڻڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. سانهر اٺ کان ڏهه فوٽ ڊگهو ۽ چورس گهڙيل ڪاٺ ٿئي ٿو جنهن جي وچ ۾ هڪ ڏڪ يا ڳن پيل هوندو آهي. ڳن به فوٽ کن ڊگهو هوندو آهي، جنهن کي سري وٽ رسي ٻڌڻ لاءِ ڪپ هنيل هوندو آهي. ڪن سانهرن ۾ وري وچ ۾ ڳن هٽڻ بجاءِ ٻنهي چيڙن وٽ ڳن وڌو ويندو آهي. سانهر وارو رسو ڍڳن جي پاڃاريءَ جي ڪرهي ۾ ٻڌل هوندو آهي. کيڙيءَ ۾ ٻج ڇٽڻ يا ناڙي ڪرڻ ڪانپوءِ ظاهر ٻج کي زمين ۾ لڪائڻ ۽ زمين کي سنوت ۾ آڻڻ لاءِ ڍڳن جي پويان سانهر ٻڌي گهمايو ويندو آهي. 'سانهر' کي 'سهينور'، 'سانور' ۽ 'تر' به چيو ويندو آهي. 'سانهر' ڏنل ٻنيءَ ۾ فصل تمام سنوٿيندو آهي، ان بابت عام چوڻي آهي ته 'سئو هر، هڪڙو سانهر' سانهر گهمائڻ سان اوڙن ۾ پيل ٻج ڍڪجي ۽ پکين جي چُڳڻ کان بچي ويندو آهي.

**سانيٽ:** سانيٽ اصل ۾ اطالوي (اٽالين) ٻوليءَ جو لفظ Sonneto آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ 'ننڍو راڳ' يا 'مختصر گيت' آهي. سانيٽ جي شروعات چوڏهين صدي عيسويءَ جي منڍ ۾ اٽليءَ جي مشهور شاعر پيٽراڪ (Petrarch) کان ٿي. انگريزيءَ ۾ شيڪسپيئر ۽ وليم ورڊس ورٿ هن صنف کي اهم حيثيت ڏياري. سانيٽ ۾ 14 مصرعون ٿين ٿيون. انگريزيءَ ۾ سانيٽ ٽن قسمن جو آهي. هڪ 'پيٽر ارچن' يا اٽالين سانيٽ، جيڪو مشهور اٽالين شاعر 'پيٽرارچ' جي نالي پٺيان مشهور آهي. هن جون 14 مصرعون هن ريت ورهايل آهن: پهرين چئن سٽن ۾ به بند ٿين ٿا، جن ۾ پهرين ۽ چوٿين مصرع پاڻ ۾ هم قافيه ٿين. ٻئي حصي جون ڇهه مصرعون وري هن طرح آهن: پهرين ۽ چوٿين مصرع پاڻ ۾ هڪجهڙائي رکن ٿيون. ٽين، پنجين ۽ ڇهين مصرع پاڻ ۾ هم قافيه ٿين ٿيون يا پهرين، ٽين ۽ پنجين مصرع پاڻ ۾ ۽ ٻي، چوٿين ۽ ڇهين مصرع پاڻ ۾ هم قافيه ٿين ٿيون.

سانيٽ جو ٻيو قسم 'شيڪسپيئرن سانيٽ' سڏجي ٿو. جنهن جي ترتيب هن ريت آهي: پهريائين چئن مصرعن جا به بند اڳين قسم جي سانيٽ جي پهرين ٻن بندن جهڙا ٿين، باقي پوين ڇهن مصرعن مان پهرين ۽ ٽين مصرع پاڻ ۾ ٻي ۽ چوٿين مصرع پاڻ ۾ هم قافيه ٿين.

هن جو ٽيون قسم 'اسپنسيرين سانيٽ' آهي، جيڪو انگريز شاعر 'اسپينسر' ڪم آندو آهي. هي قسم گهٽ استعمال ۾ ڪونهي. هن جي ترتيب هن ريت آهي: پهرين ۽ ٽين مصرع پاڻ ۾؛ ٻي، چوٿين، پنجين ۽ ستين مصرع پاڻ ۾؛ ڇهين، اٺين، نائين ۽ يارهين مصرع پاڻ ۾؛ ۽ تيرهين ۽ چوڏهين مصرع پاڻ ۾ هم قافيه ٿين. سانيٽ سنڌي ۽ اردوءَ ۾ به مروج آهن.

سنڌيءَ ۾ فقط 'شيڪسپيئرن سانيٽ' تي طبع آزمائي ڪئي وئي آهي. هن کي نارائڻ شيام 'چوڏسيءَ' جو نالو ڏنو آهي. سنڌيءَ ۾ نارائڻ شيام، هري دلگير، بشير موريائي، ج. ع. منگهاڻي ۽ ٻين سانيٽ لکيا آهن.

هتي نارائڻ شيام جو هڪ سانيٽ نموني طور ڏجي ٿو:

مان اڪيلي نه هيس، هاءِ اڪيلي نه هيس،
تو کي محسوس ڪيم، پنهنجي بدن ۾ اي لال،
تنهنجي چرپر کي مون سمجهيو ٿي ڳهيلي نه هيس،
دل وسوڙل نه خوشيءَ سان ٿي وئي مالامال!
ٻور جي بار کان پاري ٿي پوي جيئن ٽاري،
ٻور مان ميوي ٿيڻ لاءِ جا بيچين هجي،
مون کي بس گريوَتي پاسي ٿي دنيا ساري،
جنم سپني کي ڏيڻ لاءِ جا بيچين هجي!
آجيان تنهنجي ڪرڻ لاءِ مون جوڙيون لوليون،
هاج ٻي هاج سنهي لات ڪري سي ڳاتيون،
پنهنجي لولين ۾ مڙهيم تنهنجون الوليون ٻوليون،
ڪيترو تو کي ڏسڻ لئه هيون اڪريون آتيون،
ائين جڳ ۾ سهي پر نه سگهيون ساهه ڪٽي،
هاءِ مان تو کي ڇٽي به نه سگهيس ماءُ بٽي!

**سانيسو** (ديهه): تعلقي نري ميرواهه، ضلعي خيرپور ميرس جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مير محمد دستي، سانيسو مير محمد شر، ابل ويسر، گل جوکي، موليڏنو الهورايو لغاري، محمد اسحاق لغاري، باقر لغاري، وزير ويسر، ارباب علي ويسر، محمد لقمان شر، رحيم خان شر، محمود خان شر، هيڪل، دريا خان جانوري ۽ ملاح ڳوٺ.

**ساٽيهه** (ڊائجيسٽ): سنڌ جي برک اديب ۽ صحافي محمد عثمان ڏيپلائيءَ، عمر جي آخري ڏهاڪي ۾، سنڌي ٻولي ۽ ادب سان اٿاهه عشق ۽ جذبي هيٺ هڪ رسالو، ماهوار 'ساٽيهه ڊائجيسٽ' جاري ڪيو، جنهن جو پهريون پرچو جولاءِ 1971ع ۾، 32 صفحن تي مشتمل، اسلاميه پرنٽنگ پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو. جنهن جي قيمت 1.50 روپيو هئي. ڏيپلائي صاحب اڳتي هلي ان جي صفحن ۾ واڌ آندي. ايتريقدر جو ان جو هڪ پرچو، پنجن روپين جي قيمت سان 100 صفحن تي مشتمل به نڪتو. جنهن جو مهيني اندر ٻيو ايڊيشن ڪڍڻو پيو. ان جي مقبوليت ڪيس دلي خوشي رسائي ۽ هن 'ساٽيهه ڊائجيسٽ' جي سيپٽمبر- آڪٽوبر 1978ع جي پرچي جو هڪ تاريخي ايڊيٽوريل لکيو. جنهن ۾ ڏيپلائي صاحب رقم طراز آهي ته: سڄي سال کان بيماريءَ جي بستري تي پيل هڪ ستر ورهين جي اديب ڏيپلائيءَ، پروفيسر حاجي محمد صالح ميمڻ جي علاج سان ڪجهه صحتياب ٿيڻ شرط سڄن سارن سؤ صفحن جو اهڙو رسالو 'ساٽيهه' پيش ڪيو، جنهن ۾ نه ترتيب هئي، نه اديباڻو ڊنگ- پوءِ...




جان تاجي توريائون، ته عيب نڪتا اڳرا،
ڪوئي ڪاپائتيءَ ڪي، پر ۾ پڇيائون،
اَگلڙي آئون، مون ڪان پورا پڳا نه ٿيا!

اڙي ادا! جهڙو هئم حال، تهڙو پرين اڳيان پيش ڪيم. فقط هن ڏپ کان ته مرڻ کان اڳ هڪ نئين سنڌي ماهوار رسالي کي مثالي صورت ۾ پيش ڪري وڃان، جنهن جهڙو اڳ ڪنهن پيش نه ڪيو ۽ پوءِ...

محبت پائي من ۾، رنديا روڙيا جن،
تن جو صرافن، اڻ توريو اگهائيو!

۽ اگهايو به وري اهڙيءَ طرح جو هڪ ٿي مهيني ۾ سندس ٻيو ڇاپو ڇپائڻو پيو. هيءَ اهڙو مثال آهي، جو اڳ ڪنهن به سنڌي رسالي کي پيش نه آيو ۽ جڏهن پاڪستان نئشنل سينٽر ۾ انهيءَ جي تحسيني ميٽنگ ۾ هڪ نوجوان اديب مسٽر غفار عاقلاڻيءَ ان جو سبب پڇيو. تڏهن مون جواب ڏنو ته سبب اهو ته آءٌ 'عوام' جي زبان ۾، 'عوام' جي دل وٽان، 'عوام' سان محبت رکي لکان ٿو. دوستن تعريفي خط ته گهڻيئي لکيا پر انهن مان ٻه سڀ کان اڳرا هئا: هڪ عالي جناب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو اسلام آباد مان، ٻيو واچوڙن ۾ لاٽ ٻارينڊڙ جناب پروفيسر ظفر حسن جو. البت سعودي عرب مان منهنجي لائق فرزند محمد عليءَ ۽ ميهڙ مان عبدالرحمان ڏيپلائيءَ به خط لکيا ته "بابا، اوهان شوق پورو ڪيو، مثالي پرچو ڪڍي ڏيکاريو، هاڻ صحت جو خيال رکي قصو اتي ٿي ختم ڪريو. ڪين اهو ٿي جواب ڏنو ويو ته اهو ٿي ته ٿانڪ آهي، جو مون کي جياري پيو نه ته منهنجا ڪيئي سنگتي راهه رباني وٺي هليا ويا:

مَتيون موٽڻ سنديون، ڪاڪيون ڪين ڏيوم،
پنهل ساڻ پريت جو، ڪو جو پيچ پيوم،
پنيي هن پنيور ۾، وهڻ وهه ٿيوم،
سرتيون دعا ڪجوم، ته پنهونءَ لاءِ پسان ڏيان.

سخت بيماريءَ ۽ پُٽن جي منع ڪرڻ جي باوجود، ڏيپلائي صاحب چيف ايڊيٽر طور وقفي وقفي سان رسالو جاري رکندو آيو. جنهن تي پنهنجي پٽ عبدالرحمان ڏيپلائيءَ جو نالو ايڊيٽر طور لکندو هو. هن جي چاهه ۽ اتساهه جو اهو حال هو، جو هن جي دلي تمنا هئي ته ان رسالي ۾ اجا به صفحن جي واڌ آڻي، وڌ ۾ وڌ مواد شايع ڪري ۽ ان جي قيمت ڏهه روپيا رکي.

جنوري فيبروري 1979ع جي گڏيل پرچي جي ايڊيٽوريل ۾ ڏيپلائي صاحب لکيو ٿو ته:

"عمر 72 ورهيه، بيمارين جو آماجگاهه، ته به اجا اها تمنا ته رسالو ڏهن روپين وارو نڪري، ۽ ان لاءِ آسرو به هڪ انهيءَ ۾، جو زمين و آسمانن جي خزانن جو مالڪ آهي! انهيءَ مالڪ عرض اگهائيو. الحمد الله اهڙا اسباب ميسر ٿي پيا، جو رسالو ترت ٿي هر مهيني ڏهن روپين وارو ٿي نڪرندو."

ڏيپلائي صاحب آخر تائين همت نہ هاري ۽ رسالو ڪيندو رهيو، پر معلوم ٿئي ٿو تہ بيماريءَ سبب وفات کان اڳ، شايد رسالي ڪڍڻ جي سگهہ ساري نہ سگهيو ۽ ارتقا ۾ يقين رکندڙ هن شخص، رسالي جون واڳون نوجوانن جي حوالي ڪيون. جن ساڳئي نالي سان رسالو جاري رکيو ۽ باني ايڊيٽر طور محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو نالو قائم رکيو. ايڊيٽر آزاد بلوچ ۽ نگران ڊاڪٽر فيروز احمد ٿيو.

آگسٽ سيپٽمبر 1979ع جي گڏيل پرچي جي ايڊيٽوريل "ساٿيھہ جو سڏ" ۾ انهن نوجوانن هن قسم جي عزم جو اظهار ڪيو:

"سنڌ جي بزرگ صحافي ۽ اديب محترم محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي ادارت ۾ ماهوار 'ساٿيھہ' گذريل نون سالن کان وٺي سنڌي عوام کي انسانيت، علم ۽ جدوجهد جو پيغام پهچائي رهيو آهي پر مالي مشڪلاتن، ٻانهن ٻيلين جي کوٽ ۽ ٻين مجبورين ڪري هي رسالو گهربل باقاعدگيءَ سان شايع ٿي نہ سگهيو. اڄ اداري کي اهو اعلان ڪرڻ ۾ فخر محسوس ٿو ٿئي تہ وقت جي آواز کي لبيڪ چوندي، ڪيترن وطن دوست، هڏ ڏوکي ۽ چاڙهو نوجوانن 'ساٿيھہ' جي مشن کي جاري رکڻ ۽ ڪيس نئون جيون ڏيڻ جو فيصلو ڪيو آهي. هي رسالو هاڻي 'ٻاک پبليڪيشن' (حيدرآباد) جي سرويچ ڪارڪنن جي نگرانيءَ ۽ انتظام هيٺ هر مهيني باقاعدگيءَ سان شايع ٿيندو رهندو.

پر نوجوان بہ ٻہ ڪن پرچا (آگسٽ- سيپٽمبر) ۽ نومبر- ڊسمبر 1979ع جا ڪڍي سگهيا، جيڪي دستياب آهن. ممڪن آهي ڪجهہ وڌيڪ پرچا نڪتا هجن، پر رڪارڊ نہ ٿو ملي. بهرحال هي رسالو، ڏيپلائي صاحب جي زندگيءَ ۾ ڪڍيل سندس آخري رسالن مان هو، جنهن جي سنڌي ادبي رسالن جي تاريخ ۾ وڏي اهميت آهي.

**ساوڙو** (ديھہ): ضلعي دادوءَ جي تعلقي جوهيءَ جي هڪ ديھہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

گولو فقير عرف بکر فقير، بهرام جي ٽڪري، غلام حيدر رودناڻي ۽ فتح رودناڻي عرف سومار جي ٽڪري.

**ساوڙي** (ديھہ): تعلقي ٺري ميرواهہ، ضلعي خيرپور جي هڪ ديھہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مؤمن ڏاريجو، عبدالواحد ڏاريجو، عبدالرشيد، حاجي محرم خاصخيلي، پانڌي ڏاريجو نبي بخش خاصخيلي.

**ساوڙي ڊنڊ**: هيءَ ڊنڊ نوشهري فيروز ضلعي، تعلقي موري جي ڳوٺ ساوڙيءَ ويجهو آهي، جيڪا ايراضيءَ ۾ چورس چئن ڪلوميٽرن تي پکڙيل آهي. ڊنڊ جي پرسان بهرام شاهہ جو تاريخي قبرستان بہ آهي. هيءَ ڊنڊ، تپي ۽ سرڪل ساوڙيءَ جي حدن ۾ آهي.

هيءَ ڊنڊ سهڻي ڍوري (سهڻي درياهہ، جنهن کي ڪي محقق 'هاڪڙو' بہ لکن ٿا) جي قٽڻ ڪانپوءِ وجود ۾ آئي آهي. هي ڍورو ساوڙيءَ کان ڏکڻ ۾ آهي. هن ڊنڊ جي ويجهو ٻيا بہ ڍورا آهن. جهڙوڪ: جارجاڻي، سن، هربيجي، آمڙجي ۽ ساوڙي آهن. ساوڙي ڊنڊ کي ڪتابن ۾ 'سانوري'، 'ساوتري' ۽ 'ساوندري' بہ لکيو ويو آهي. هتي هڪ مشهور پتڻ بہ هو، جنهن کي اڄا بہ ماڻهو 'ميهار جي پتڻ' سان ياد ڪندا آهن. هن ڊنڊ ۾ مڇي ۽ پکي جام ٿيندا آهن.

**ساونت سارنگ** (راڳ): ساونت راڳ جو جنم، سنڌ جي قديمي ٺاٽ 'ڪافي' ٺاٽ مان ٿيو آهي. ٺاٽ لفظ سنسڪرت ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لفظي معنيٰ 'زمين' آهي. اها زمين، جنهن جا مڪمل ست ٽنپ هجن ۽ اهي مڪمل ستن سرن (سمپورن) تي ٻڌل هجن، تن کي سمپورڻ، پنجن سرن کي 'اوڊو سرگم' ۽ ڇهن سرن جي سرگم کي 'کاڊو سرگم' جي نالي سان سڃاتو ويندو آهي. اهڙيءَ ريت 'ڪافي ٺاٽ' مان راڳ 'ساونت سارنگ' جو جنم ٿيو ۽ هي ٺاٽ سنڌ ڌرتيءَ جو قديمي ٺاٽ آهي ۽ ٻتائيءَ جي سرمارئيءَ ۾ پڻ ان جو عڪس ملي ٿو. يعني سُرن جو روپ ملي ٿو.

هن راڳ ۾ صرف گنڌار (گا) جو سر استعمال ۾ نہ ايندو آهي. هي راڳ سانوٽيءَ جي مند ۾ آلاپيو ويندو آهي. هن راڳ کي راڳ سارنگ جو قسم بہ سمجهيو ويو آهي.

هن راڳ جي آلاپڻ جو وقت پرهہ ڦٽيءَ کان ڏينهن جي ٻھرئين پهر تائين آهي. هن راڳ ۾ ٻنهي نڪادن يعني ڪومل نڪاد ۽ تيور نڪاد جو استعمال ٿيندو آهي. هن راڳ جو وادي سر رکب (ري) ۽ سموادي سر پنچم (پا) آهي. هن جي آروهي: سا- ري- ما- پا- ني- سا ۽ امروهي: سا- نا- ڌي- پا- ما- پا- ري- سا آهي.

**ساوندي/ ساوڙي**: هي هڪ قديم ۽ آڳاٽو شهر هو، جيڪو راجا 'ڪشنڪ' اڏايو هو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب 'چچ نامي' (ص 511) تي هن شهر کي تعلقي موري جو موجوده ڳوٺ/ شهر 'ساوڙي' سڏيو آهي. ڪي محقق ساوڙي ۽ ساونديءَ تي اختلاف رکن ٿا. هينري ڪزنس بہ پنهنجي ڪتاب ۾ (ص 59) توڙي پليٽ نمبر 5 ۾ 'ساونديءَ' کي ڏيپر گهانگهري، برهمڻ آباد جو ٻيو نالو ۽ پڙي المنصوره جو ٻيو نالو لکيو آهي. ڪجهہ محقق چچ نامي واري بيان کي آڏو رکي لکن ٿا تہ 'برهمڻ آباد جي انتظام بعد، فاتح سنڌ، اروڙ لاءِ ڪوچ ڪندي، واٽ تي ساونديءَ ۾ قيام ڪيو هو' ان بنياد تي ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي راءِ کي وزندار سمجهيو وڃي ٿو.

**ساوٽي ڪلياڻ** (راڳ): ساوٽي/ سانوٽي ڪلياڻ، ڪلياڻ ٺاٽ جو کاڊو راڳ يعني ڇهن سرن جو راڳ آهي. آروهي ۽ امروهي ٻنهي ۾ مڌم (ما) جو سر ورج آهي. سانوٽي ڪلياڻ ۾ وادي سر کرج (سا) ۽ سموادي سر پنچم (پا) آهي. هي راڳ مسلمان گائڪن جو جوڙيل چيو وڃي ٿو. هي راڳ مندر استان تي صاف طور پنهنجي شڪل ظاهر ڪري بيهندو آهي. هن راڳ کي بلمپت لئي ۾ ڳائبو آهي. هن راڳ تي بہ شاهہ لطيف جي سُرن جو اثر ملي ٿو هن راڳ جي آروهي: سا-ني-ڌي-ني-ڌي-پا-سا-ري-سا-گي-پا-ڌي-سا ۽ امروهي: سا-ني-ڌي-ني-ڌي-پا-گي-ري-سا آهي.

**ساويري** (راڳ): هي راڳ، ساويري پيرو ٺاٺ جو راڳ آهي ۽ هن جي سرن جي فهرست ۾ آروهيءَ ۾ پنج سر آهن ۽ امروهيءَ ۾ ست ٿي سر سمپورن آهن. ساويريءَ جو وادي سر پنچم آهي ۽ سموادي سر ڪرج (سا) آهي. هن راڳ جي آروهي: سا-را-ما-پا-ڌا-سا ۽ امروهي: سا-ني-ڌا-پا-ما-گي-را-سا آهن. هن راڳ جي ڳائڻ جو وقت صبح جو پهر آهي. ساويري اصل ۾ ڪرناٽڪ جو راڳ آهي. هن راڳ ۾ امروهي سمپورن هئڻ ڪري هي راڳ جوگيا ۽ گونڪليءَ کان الڳ نظر ايندو آهي. هن راڳ جا سر خاص ڪري سنڌ ۾ استعمال ٿيندڙ سنڌي راڳ 'جوڳ' سان ملن ٿا ۽ سنڌي پرڪاش جي سرن ملڻ ڪري هي راڳ قديم زماني ۾ سنڌ ڌرتيءَ جو راڳ ٿئي ٿو ۽ خيال آهي ته هي سُر سنڌ مان ئي ڪرناٽڪ پهتو هو ۽ اهڙيءَ ريت ساويريءَ جا سر ڪرناٽڪ جي زينت بڻيا.

**ساهت ڏيهہ جا سرجڻهار** (ڪتاب): نئين ٿهيءَ جي ليکڪ رضوان گل جو هيءُ ڪتاب، اديبن، شاعرن، تاريخدانن، موسيقارن، مصورن ۽ ناليوارن شخصيتن جي پروفائيل ۽ خاڪن تي مشتمل آهي، جنهن جو مهاڳ نامياري ليکڪ ۽ سياح الطاف شيخ لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌي ٻوليءَ، علم، ادب، ڏاهپ جي اهم ڪردارن: علام آءِ آءِ قاضي، تنوير عباسي، پير حسام الدين راشدي، شيخ اياز، استاد بخاري، جمال ابڙي، ثميره زرين ۽ ٻين جا خاڪا شامل آهن. ڊيمي سائيز جي 128 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب ڏاهپ پبليڪيشن، لاڙڪاڻي، 2011ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 120 رپيا آهي.




**ساهتي پرڳڻو**: موجوده ضلعي نوشهري فيروز جي حدن ۾ ايندڙ علائقي کي 'ساهتي پرڳڻو' چيو ويندو آهي. آڪٽوبر 1989ع ڌاري نوشهري فيروز کي ضلعي جي حيثيت ملي. هيءُ خطو عالمن، اديبن، درسگاهن ۽ خانقاهن وغيره سان سرشار رهيو آهي. اوائلي دور کان علم، تهذيب ۽ تمدن جو اهم مرڪز رهيو آهي. تاريخي لحاظ کان هي علائقو سنڌي ٻوليءَ جو وچولو ڪرڻيو ويو آهي؛ هتان جي ٻولي معياري ليکي وڃي ٿي.

ڊاڪٽر حامد علي خانائي، تحفة الڪرام جي حوالي سان موجوده صورت ۾: محرابپور، ڪنڊياري، پريا، نوشهري فيروز ۽ موري تعلقن کي 'ساهتي' جي دائري ۾ ڄاڻايو آهي. خانائي صاحب ڄاڻائي ٿو ته: چچ نامي جي احوالن مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته لوهاڻو قديم دور ۾ سنڌ جو اهم صوبو هوندو هو ۽ راءِ گهراڻي جي زوال وقت ان جو حاڪم 'اگهم' هو. انهيءَ لوهاڻي صوبي ۾ لاکا، سما ۽ سهتا قبيلن جون بستيون هيون. اهو صوبو ٽن ننڍن پرڳڻن: لاکاڻ، لوهاڻي ۽ ساهتي ۾ ورهايل هو ڄاڻايل آهي ته ڪنهن سمي 'هاڪڙي' درياهه جي هڪ شاخ جو وهڪرو ساهتيءَ مان وهندو هو، جنهن کي ساهتيءَ ۾ 'لوهاڻو درياهہ' به سڏيو ويندو هو.

ساهتيءَ ۾ ڪنڊيارو، نوشهرو فيروز، مورو ۽ هاٿوڪا تعلقا محرابپور ۽ پريا اچي وڃن ٿا، جڏهن ته لاکاٽ ۾ هالا ۽ حيدرآباد جا ڪجهہ حصا ۽ لوهاڻي ۾ شهدادپور ۽ سنجهوري جا علائقا هئا. 1912ع ۾ نوابشاهہ نئون ضلعو ٿيو ان کان اڳ هن ضلعي جي سموري ايراضي ڪنڊياري کان وٺي ٽنڊي آدم تائين، حيدرآباد ضلعي سان شامل هئي. موجوده نوشهري فيروز جون حدون به ان ۾ شامل هيون.

لوڪرام ڏوڊيجا جي راءِ موجب: جڏهن جوڌپور رياست جي تخت تاج لاءِ ٻن راجڪمارن جو ٽڪراءُ ٿي پيو ۽ انهن مان موڙاسنگهہ، گاديءَ تان هٽ ڪٽي، لشڪر وٺي سنڌ جي هن پاڳي تي قبضو ڪيو ۽ سندس پراڪرمي پٽ سهتا سنگهہ سنڌ جي وچ وارو اهو پرڳڻو هٽ ڪيو. تڏهن کان انهيءَ تي 'ساهتي' نالو پيو موڙا سنگ کي ست پٽ هئا، جن مان 'سهتو' سندس چوٿون نمبر پٽ هو ۽ ان مان 'سهتا ذات' سڏجڻ لڳي. موڙاسنگ پٽ کي جاگير ۾ 'ساهتي پرڳڻو' ڏنو ويو، جيڪوان جي نالي پٺيان سڏجڻ لڳو.

انگريزن جي صاحبيءَ کان اڳ سنڌ جي اڪثر علائقن جي ونڊ ورڇ جاگرافيائي طور پرڳڻن ۾ هئي. پرڳڻن جو رواج سمن جي دور کان به پهرين جو پرانئجي ٿو. جيئن ڪلهوڙن جي زماني ۾ به ساڳيءَ طرز تي سنڌ جي علائقن جي جاگرافيائين ونڊ ورڇ نظر اچي ٿي، تيئن ٽالپرن جي زماني ۾ به لاکاٽ، لوهاڻي، سيوهڻ سميت ساهتي پرڳڻي جي جاگرافيائي حدن جي ڄاڻ ملي ٿي. جهڙيءَ ريت وچولي واري حصي ۾ ٽي اهم پرڳڻا، ساهتيءَ ۾ ڪنڊياري، نوشهري ۽ موري جا علائقا: لاکاٽ ۾: هالا، حيدرآباد: لوهاڻي ۾: شهدادپور ۽ سنجهورو تعلقا اچي ٿي ويا. وچولي جي هنن ٽنهي مکيہ پرڳڻن سميت به ڪي ننڍا پرڳڻا ڌار حيثيت سان به سڏبا هئا، جيئن سنڌ جي باقي پرڳڻن: بڪر، سن، سيوهڻ ۽ ٻين هنڌن تي پڻ ساڳي جاگرافيائي سجاٽپ رهندي پئي آئي. انهن ۾ ساهتي پرڳڻو پنهنجي نوع ۾ اهم حيثيت جو حامل آهي.

خانائي صاحب هن خطي جي تاريخي حيثيت بابت لکي ٿو ته: ساهتي پرڳڻي تي ان نالي پوڻ متعلق پڻ مؤرخن جا مختلف رايا ۽ نظريا رهيا آهن. سيد مدد علي شاهہ لکياري (مرحوم) لکيو آهي ته: ساهتي پرڳڻي ۾ سهتا قبيلو قديم زماني کان وٺي آباد هو. اهي اسلامي دؤر کان اڳ هندو ڌرم جا پوئلڳ هئا، مسلمانن جي دؤر ۾ هڪ مسلمان حاڪم (؟) ان شرط تي راضي ٿي سهتا قبيلي جي سردار کي جاگير انعام طور ڏني ته: .... اٿي گهوڙو ڊوڙاءِ، جنهن هنڌ گهوڙو ٿڪجي بيهي، اهو تنهنجي جاگير جو هنڌ ٿيندو. مڙس هو حريص ۽ لالچي، سو وٺي گهوڙو ڊوڙايائين. اٺڪل سٺ ميلن جي مفاصلي تي گهوڙو ڦاڻ ٿي ڪِري پيو، پر تڏهين به هو ان کي گهليندو رهيو جنهن هنڌ اها گهل گهلان ٿي، ان تي نالو ئي 'گهلپور' پئجي ويو ان مفاصلي اندر سهتن جون سٺ جاگيرون هيون ۽ سندن لقب 'جام' هو.

متين روايت کي ڊاڪٽر حامد علي خانائي صاحب ڏنڊڪٿا ڄاڻائي رد ڪري ٿو.

ساهتيءَ بابت ميان نيڪ محمد سهتي ڪنهن حد تائين انهيءَ مسئلي تي روشني وڌي آهي ته: محمد بن قاسم جي سنڌ فتح ڪرڻ وقت، جوڌپور رياست جو حاڪم مري ويو هو. سندس ٻن پٽن جي وچ ۾ تخت ۽ تاج لاءِ تڪرار ٿي پيو. آخر گهٽيءَ چڪتاڻ کان پوءِ انهن مان هڪ شهزادو ڪامياب ٿيو ۽ جوڌپور جي تخت جو وارث بڻيو. ان شهزادي جي ڀاءُ جو نالو موڙاسنگ هو. اهو ڪاوڙجي، محمد بن قاسم وٽ دانهن کڻي آيو. ته هو ڪيس جوڌپور جو تخت وٺي ڏيڻ ۾ مدد ڪري. پر محمد بن قاسم، موڙاسنگ کي سنڌ ۾ رهڻ لاءِ جاگير ڏني، ۽ هو پوءِ هميشه لاءِ سنڌ ۾ گهر ڪري ويهي رهيو. موڙاسنگ کي ست پٽ هئا، جن مان 'سهتو' سندس چوٿون نمبر پٽ هو ۽ ان جو اولاد 'سهتا قبيلو' سڏجڻ لڳو. موڙاسنگهه پٽ کي جاگير ۾ 'ساهتي پرڳڻو' ڏنو. ساهتي نالو 'سهتا' قبيلي تان پيل آهي.

ميان نيڪ محمد سهتو وڌيڪ لکي ٿو ته: موڙاسنگ کي ست پٽ هي هئا: ڏارو، جنهن مان ڏاريجا قبيلو آهي ۽ روهڙيءَ جو متيون حصو سندن جاگير ۾ هو؛ شورو، جنهن مان شورا قبيلو آهي ۽ کين حيدرآباد جي طرف کان هيٺيون حصو جاگير ۾ مليو. ڪونئرو، هن مان ڪونئريجا قبيلو آهي ۽ سڪرنڊ جي آسپاس وارو علائقو سندن جاگير ۾ هو؛ سهتو، جنهن مان سهتا قبيلو آهي ۽ ڪنڊيارو، نوشهروفيروز ۽ مورو تعلقا سندن جاگير ۾ هئا، ۽ جنهن علائقي کي 'ساهتي' ڪري چوندا آهن؛ مگڻ هن مان مگڻيجا ٿيا ۽ گنبٽ وارو علائقو سندن جاگير ۾ هو؛ اُڄڻ، جنهن مان اڄڻ قبيلو آهي ۽ هيءُ پيءُ جو پيارو پٽ هو ۽ پيءُ جي جاگير سنڀاليندو هو.

خانائي صاحب ان جي چنڊڇاڻ ڪندي لکي ٿو ته: انهن متي بيان ڪيل ٻنهي روايتن ۾ تاريخ جي لحاظ کان ڪافي شڪ ۽ گمان پيدا ٿين ٿا. باقي انهن روايتن ۾ بيان ڪيل جن قبيلن جو ذڪر اچي ٿو، اهي قبيلا ۽ نشان پتا ۽ سندن رهڻ جا هنڌ اڄ به قائم آهن. روايتن ۾ جنهن هندو شهزادي موڙاسنگ جو بيان اچي ٿو اهو ممڪن آهي ته محمد بن قاسم کان اڳ ۾ ٿي گذريو هجي، ڇاڪاڻ ته محمد بن قاسم جي ڪاهه وقت سنڌ جي سهتن، سواءِ ڪنهن جنگ ڪرڻ جي اطاعت قبول ڪئي هئي يا ائين به ٿي سگهي ٿو ته محمد بن قاسم جي سنڌ فتح ڪرڻ وقت 'لوهاڻي صوبي' ۾ ڪنهن به پرڳڻي جا جاگيردار هجن! چچ نامي جي احوالن مان اهو صاف ظاهر ٿئي ٿو ته قديم زماني ۾ 'ساهتي پرڳڻو' موجود هو.

مير علي شير قانع جي بيان مان ظاهر آهي ته سنڌ جا اصل اوائلي رهاڪو 'سماٽ' قبيلن مان ليکجن ٿا. هو تحفة الڪرام ۾ لکي ٿو ته: ايوڌيا جي سورج بنسي گهراڻي کان سنڌ جي سماٽ قبيلن جو سلسلو شروع ٿئي ٿو هن وقت به سنڌ ۾ سماٽ قبيلا جهجهي انداز ۾ آباد آهن.

ڪن عالمن جو چوڻ آهي ته: سما اصل ۾ حضرت نوح جي پٽ 'سام' جو اولاد آهن. سام کي چار پٽ هئا: ٻڌا، سنگا، همهر ۽ ڀاڳوت. ٻڌا کي سورهن پٽ هئا، جن مان سهتو به هڪ هو جنهن کي 'راتوڙ' به ڪري چون ٿا. 'سهتا قبيلو' ٻڌا جي پٽ 'سهتي' جو اولاد آهن.

اِنهن حقيقتن مان اهو صاف طرح سان ظاهر ٿئي ٿو ته 'ساهتي پرڳڻي' تي اهو نالو 'سهتا' قبيلي جي نالي پٺيان پيو هيءُ پرڳڻو قديم هندو دؤر ۾ به موجود هو ۽ اُن زماني ۾ 'لوهاڻي' صوبي جو هڪ اهم ۽ مکيه پرڳڻو هو.

**ساهتي پرڳڻي جي تاريخي حيثيت:** ساهتي پرڳڻي جي تاريخ پڻ قديم آهي. هيءُ پرڳڻو اوائلي دؤر کان وٺي علم، تهذيب ۽ تمدن جو اهم مرڪز هو. ساهتي پرڳڻي جو تاريخي احوال سنڌ جي ڪنهن به مورخ تفصيل سان بيان نه ڪيو آهي. هن پرڳڻي جو ماضي ڏاڍو شاندار هو چچ نامي جي احوالن مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته قديم هندو دؤر ۾ ساهتي پرڳڻو موجود هو. لوهاڻو ان قديم هندو دؤر ۾ سنڌ جو هڪ صوبو هو. ان صوبي جو حاڪم راءِ گهراڻي جي زوال وقت 'اگهم' هو. انهيءَ 'لوهاڻي' صوبي ۾ لاکا، سما ۽ سهتا آباد هئا. لوهاڻو صوبو مکيه ٽن ننڍن پرڳڻن ۾ ورهايل هو، جهڙوڪ: لاڪاٽ، لوهاڻو ۽ ساهتي. هر هڪ پرڳڻي مٿان ان قبيلي جو سردار حڪومت ڪندو هو. هن علائقي مان وهندڙ درياهه کي اڪثر ڪري 'لوهاڻو درياهه' ڪري سڏيو ويندو هو. ڪن تاريخي واقعن جي چنڊڇاڻ ڪرڻ کان پوءِ ايترو معلوم ٿيو آهي ته ڪنهن سمي 'هاڪڙي' درياهه جي هڪ شاخ جو وهڪرو ساهتيءَ مان هو، جنهن کي ساهتيءَ ۾ 'لوهاڻو درياهه' به ڪري سڏيندا هئا. اهوئي درياهه ساهتي پرڳڻي جو وچ ڏيندو، ڪوٽڙي ڪبير، هالاڻي، ٻهلاڻي، گهيڙ گجو، ڀائي خان جي ٻَنڊ، هالا ۽ شهدادپور کان سهڻي ۽ ميهار جي قبرن جو وچ ڏيندو، رحمڪي بازار کان وڃي سمنڊ ۾ پوندو هو. 'راوڙ' وارو قديم رستو، جنهن کي ساهتيءَ ۾ اڪثر وڏيءَ عمر وارا ماڻهو انگريزن جي دؤر ۾ 'تار وارو رستو' ٽپال ڪري چوندا هئا (قومي شاهراهه). اهو ساڳيو 'راءِ گهراڻي' جي دؤر ۾ ساهتيءَ ۾ 'راوڙ وارو رستو'، لاڪاٽ ۽ لوهاڻي پرڳڻي ۾ 'اگهم واري رستي' جي نالي سان سڏبو هو اهو رستو درياهه جي انهيءَ وهڪري سان گڏو گڏ لنگهندو هو. سنڌ تي جڏهن به ڌارين حاڪمن جا حملا ٿيندا هئا ته اهوئي 'راوڙ' وارو رستو ڏئي اچي سنڌ تي حملا ڪندا هئا. ان رستي جا نشان اڄ سوڏو هالاڻيءَ کان، پڪن چانگن، ديهه قيصر مري ۽ اڳتي پرين تائين موجود آهن. انهن احوالن مان صاف ظاهر ٿئي ٿو ته هاڪڙي درياهه جي هڪ شاخ روهڙيءَ کان وهندي هئي، جيڪا 'ساهتي پرڳڻي' کي سيراب ڪندي هئي.

سن 711ع ۾ عربن سنڌ تي حملو ڪيو اُن وقت به سنڌ جو ساهتي پرڳڻو لوهاڻي صوبي جو هڪ حصو هو ۽ ان وقت سنڌ جي حاڪم راجا ڏاهر جي ڀاران اُن تي هڪ هندو راج ڪندو هو. محمد بن قاسم جڏهن سيوهڻ جو علائقو فتح ڪيو، تڏهن لوهاڻي صوبي جي

حاڪم ’اگهم‘، جنهن جي هٿ هيٺ لاکاڻ، لوهاڻو ۽ ساهتي پرڳڻا هئا، گذارش موڪلي، تابعداريءَ جي گُهر ڪئي. چچنامي جي مطالعي مان اها ڳالهه پڻ واضح ٿئي ٿي ته محمد بن قاسم جي فوج لوهاڻي پرڳڻي کي فتح ڪرڻ کان پوءِ اُن پرڳڻي جي ٻي اهم سرڪار يعني ساهتيءَ طرف پيش قدمي ڪئي هئي. ساهتيءَ جي هندو حاڪم ۽ سهتا سردارن سواءِ ڪنهن جنگ جي، عربن جي فرمانبرداري قبول ڪئي هئي.

’تاريخ معصومي‘ ۽ ’تحفة الڪرام‘ جي احوالن مان ظاهر ٿئي ٿو ته اڳئين زماني ۾ ’ڏيرو‘، جنهن کي هن موجوده زماني ۾ دربيلو ڪري سڏين ٿا، هڪ جدا شهر هو ۽ ’دربيلو‘ هڪ پرڳڻي جو نالو هو، پر پوءِ وقت گذرندي ’دربيلو‘ ۽ ’ڏيرو‘ ٻئي ساڳئي نالي سان سڏجڻ لڳا.

مير علي شير ’قانع‘ لکي ٿو ته: سلطان آرام شاهه جي زماني ۾ سنڌ جي بادشاهيءَ جا چار صوبا هئا، جن مان اُچ، ملتان ۽ ساريءَ سنڌ تي ناصر الدين قباچه جو فرمان جاري هو. سنڌ جا ست راڻا ملتان سرڪار جا ڏن پرو هئا. راڻو رانوڙ، دربيلي تي راڄ ڪندو هو ۽ سندس گاديءَ جو هنڌ ’ڏيرو‘ هو.

انهيءَ بيان مان اِنهيءَ ڳالهه جي وضاحت ٿئي ٿي ته قديم زماني ۾ دربيلي جي حاڪم جي هٿ هيٺ سمورو ساهتيءَ جو پرڳڻو هو. سن 1401هه مطابق 1010ع ۾ سلطان محمود غزنويءَ ملتان تي حملو ڪيو. اُن وقت بکر سرڪار جو علائقو ملتان سرڪار جي تابع هو. محمود غزنويءَ (1025ع) جي انهيءَ حملي وقت به غالباً ساهتيءَ جو پرڳڻو اصل حيثيت ۾ موجود هو ۽ ’ڏيرو‘ ان جو تخت گاهه هو. انهيءَ اوائلي وقت ۾ جيڪي به سنڌ تي اُتر اولهه کان ڌاريان حاڪم ڪاهي ايندا هئا ته اهي سڀ کان پهرين سيوهڻ تي حملو ڪندا هئا. گويا اُن دؤر ۾ سيوهڻ ڌارين جي ڪاهن لاءِ سنڌ جو هڪ دروازو هو. سيوهڻ ساهتيءَ جي قديم شهر ۽ تختگاهه دربيلي جي بلڪل سامهون هو، اُن ڪري دشمن سولائيءَ سان هن علائقي ۾ داخل ٿي سگهندا هئا.

سمن، ارغونن ۽ ترخانن جي دؤر ۾ ساهتي پرڳڻي کي خاص طرح سان وڏي اهميت هئي. مرزا شاهه بيگ جي وفات کان پوءِ مرزا شاهه حسن سنڌ جي تخت جو وارث بڻيو. ڄام فيروز، مرزا شاهه حسن جي خلاف بغاوت جو عَلم کڙو ڪيو ۽ ساڻس جنگ ڪئي، جنهن ۾ ڄام فيروز شڪست کاڌي ۽ گجرات طرف ڀڄي ويو. گجرات جي بادشاهه هن لاءِ وظيفو مقرر ڪيو.

’لُبِ تاريخ سنڌ‘ جو مصنف لکي ٿو ته: انهيءَ فتح کان پوءِ مرزا شاهه حسن، هالڪنڊي ۽ سيوهڻ کان شڪار ڪندو اچي ساهتيءَ جي تختگاهه دربيلي ۾ وارد ٿيو. ان موقعي تي خوش ٿي شاهه حسن ارغون دربيلي جو علائقو (ساهتي) مير فرخ کي جاگير طور ڏنو ۽ پاڻ بکر طرف روانو ٿي ويو.

دهليءَ جو مغل شهنشاهه همايون، شير شاهه سوريءَ کان شڪست کائي، سنڌ ڏانهن ڀڄي نڪتو ۽ سنڌ اندر رلندو، ڀٽڪندو اچي بکر کان پهتو ۽ اُتان ڪوچ ڪري سيوهڻ آيو. ان زماني ۾ سنڌ جو حاڪم شاهه حسن ارغون هو. هُن سنڌ جي سيني درياهي پتڻن جي ملاحن کي حڪم ڏنو هو ته ڪو به ماڻهو معزول شهنشاهه کي درياهه پار ڪرڻ لاءِ ٻيڙي نه ڏئي. همايون، سيوهڻ کان موٽندي دربيلي کان درياهه پار ڪرڻ ٿي گهريو. ان وقت سنڌيءَ جي وڏي عالم ۽ درويش مخدوم نوح رحه ميربحرن کي ٻيڙين ڏيڻ لاءِ چيو هو ۽ همايون سنڌو درياهه پار ڪري، ساهتيءَ جي علائقي ۾ داخل ٿيو ۽ ان زماني ۾ دربيلي جي هڪ بااثر رئيس ارباب دائود بن عمر شاهه سهتي وٽ اچي ڊاپو ڪيو. هن بادشاهه جو گهڻو آدرڀاءُ ڪيو. ’لب تواريخ سنڌ‘ واري انهيءَ سلسلي ۾ ’تواريخ طاهري‘ جي حوالي سان همايون بادشاهه جو هڪ خط نقل ڪيو آهي، جنهن ۾ انهيءَ سهتي سردار جو ذڪر ڪيو اٿس.

مرزا شاهه حسن ارغون، 22 ربيع الاول سن 962هه/ 1550ع ۾ ڳوٺ علي پوٽي ۾ بنا اولاد وفات ڪئي ۽ سنڌ جي سلطنت مرزا عيسيٰ ترخان ۽ سلطان محمود بکريءَ جي وچ ۾ ٿيل معاهدي موجب ٻن حصن ۾ ورهائجي ويئي. سمنڊ کان وٺي لکيءَ جي پهاڙن تائين ملڪ جو ياڳو مرزا عيسيٰ ترخان جي حصي ۾ آيو ۽ سيوهڻ کان اُباوڙي تائين سنڌ جو ياڳو سلطان محمود بن امير فضل ڪوڪلتاش جي قبضي ۾ آيو. پوري هڪ سال گذرڻ کان پوءِ ارغون اميرن جي سازش ڪري سلطان محمود بکريءَ ۽ مرزا عيسيٰ ترخان جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿي پيا ۽ نوبت جنگ تائين وڃي پهتي. سلطان محمود خان سيوهڻ جي قلعي جو محاصرو ڪيو ۽ انهيءَ تي مرزا عيسيٰ ترخان به پنهنجي فوج وٺي اچي سندس سامهون ٿيو. تاريخ معصوميءَ وارو صاحب لکي ٿو ته مرزا عيسيٰ ترخان پنهنجي فوجي ڇانوڻي دربيلي ۾ اچي قائم ڪئي؛ جو سامهون هو. ساهتيءَ جي سهتن سردارن ان جنگ ۾ مرزا جي ڏاڍي مدد ڪئي هئي.

مرزا عيسيٰ جي وفات کان پوءِ سندس وڏو پُٽ مرزا محمد باقي سلطنت جي گاديءَ تي ويٺو. مرزا محمد باقيءَ تيرهن سالن جي ظالماڻي حڪومت ڪندي، سن 993هه/ 1585ع ۾ هڪ رات آپگهات ڪيو. کانئس پوءِ سنڌ جي گاديءَ تي مرزا جاني بيگ ويٺو. انهيءَ زماني ۾ مغل شهنشاهه اڪبر جي سپه سالار عبدالرحيم ’خان خانان‘ سنڌ تي حملو ڪيو. سن 998هه/ 1590ع ۾ خان خانان ٺٽي ويندي، ساهتيءَ جي علائقي مان لنگهندي اچي دربيلي ۾ رهيو. دربيلي جي وڏي جيد عالم مخدوم محمد عثمان کان سنڌ جي فتح جي دعا گهرايائين. سنڌ جي فتح کان پوءِ اڪبر بادشاهه ’ساهتيءَ جو پرڳڻو‘ مير معصوم کي جاگير طور ڏنو هو. مورخ سنڌ سيد حسام الدين راشدي صاحب لکي ٿو ته: جنهن سال (995هه) خان خانان کي بکر جو علائقو مليو، انهيءَ سال مير معصوم جيڪو ٻن سالن پڄاڻان بادشاهه کان موڪل وٺي واپس وطن ٿي ويو، تنهن کي بکر جي صوبي مان دربيلي (ساهتيءَ) جو علائقو جاگير طور ڏنو ويو.

مغلن جي دؤر حڪومت ۾ پڻ ساھتي پرڳڻو بکر سرڪار جي ماتحت هو. ۽ گويا هيءُ سمورو علائقو انهيءَ ۾ شامل هو. ابوالفضل ’آئين اڪبريءَ‘ ۾ دربيلي پرڳڻي (ساھتيءَ) جي ايراضي 121146 ڪوھ ڏيکاري ٿو. ساھتي پرڳڻي جي تحفظ ۽ بچاءَ لاءِ ھڪ سؤ سوار ۽ پنج سؤ سپاهي هوندا هئا. هن پرڳڻي جي حيثيت محالڪاريءَ واري هئي. ڪلهوڙن جي اوائلي دؤر تائين هن پرڳڻي جي حالت ساڳي رهي ۽ هيءُ پرڳڻو هر لحاظ کان وڏي عروج تي هو.

ميان شاهل محمد ڪلهوڙي جي شهادت کانپوءِ سن 1657ع ۾ ميان صاحب جو پاٽيو نصير محمد گادي نشين ٿيو ۽ هن پنهنجي زماني ۾ وڏو عروج حاصل ڪيو. ان وقت جي بکر جي مغل گورنر کي ميان صاحب جي وڌندڙ طاقت وڏو فتنو نظر آئي ۽ هن مختلف طريقن سان سازشون ڪري، ميان کي قيد ڪري اورنگزيب ڏانهن موڪلي ڏنو. نيٺ ڪنهن طريقي سان ميان نصير محمد دهليءَ جي قيد مان ڀڄي سنڌ ۾ آيو. مرحوم مرزا قليچ بيگ لکي ٿو ته ميان نصير محمد ڪلهوڙي اورنگزيب بادشاهه جي زماني (سن 1069هه/1684ع) ۾ ساھتي پرڳڻو هٿ ڪيو ۽ هن علائقي جو فتح ڪندڙ سندس خليفو فيروز ورڙ هو، جنهن نوشهري فيروز جو شهر ٻڌو، جنهن جو وجود اڃا تائين قائم آهي.

سن 1168هه/ 1755ع ۾ احمد شاهه ابداليءَ سنڌ تي حملو ڪيو ۽ ساھتيءَ جي علائقي مان سندس فوجون ڦرلٽ ڪنديون اچي نوشهري فيروز پهتيون. ميان نورمحمد ڪلهوڙي پاران ديوان گدو مل سفير ٿي بادشاهه وٽ ويو. ڪلهوڙن جي دؤر حڪومت ۾ ساھتيءَ جو پرڳڻو ٻن حصن ۾ ورهايل هو. ساھتي پرڳڻي جو اتر وارو حصو ’ڪنڊيارو پرڳڻو‘ سڏبو هو ۽ ٻيو ڏاکڻو حصو، جنهن ۾ نوشهري فيروز ۽ موري جو حصو ٿي آيو، ان کي ’نوشهرو پرڳڻو‘ ڪري چوندا هئا. ميان نور محمد خان ڪلهوڙي ڪنڊياري جو پرڳڻو پنهنجي ڀاءُ محمد خان ڪلهوڙي کي جاگير ۾ ڏنو هو. نادر شاهه افشار سنڌ تي حملي وقت لاڙڪاڻي کان ٿيندو، ساھتي پرڳڻي جي شهر نوشهري فيروز ۾ اچي منزل انداز ٿيو، جتان ميان نور محمد ڪلهوڙي جو پيڇو ڪندي اچي شهدادپور پهتو. ’مرآة دولت عباسيه‘ جو قول آهي ته خيرو اوٺوال، نوشهري فيروز ۾ سموري ساھتي پرڳڻي جو منتظم هو. ساڳيو مصنف لکي ٿو ته، دائودپوٽن، نوشهري فيروز ۽ ڪاهيءَ تي حملو ڪيو، پر ميان يار محمد انهن ٻنهي شهرن کي واپس حاصل ڪري ورتو.

ميان نور محمد جي وفات کان پوءِ سندس پٽ ميان محمد مراداياب خان گاديءَ تي ويٺو. سن 1171هه/ 1758ع ۾ ميان عطر خان گادي نشين ٿيو ۽ سندس ڀاءُ ميان يار محمد خان نوشهري فيروز ۾ وڃي رهيو. سن 1172هه/ 1759ع ۾ ميان غلام شاهه ۽ ميان عطر خان جي وچ ۾، احمد يار خان ۽ عطر خان جي وچ ۾ تڪرار ٿي پيو. انهيءَ تي ميان غلام شاهه فوج وٺي ڪاهي آيو ۽ عطر خان شاهي حملي جو تاب نه جهلي ڀڄي ويو ۽ ساھتيءَ جو پرڳڻو ميان غلام شاهه جي قبضي ۾ آيو.

ميان غلام شاهه جي لاڏاڻي کانپوءِ ميان سرفراز ڪلهوڙي جي حاڪم ٿيڻ شرط سنڌ ملڪ اندر انتظامي معاشي افرا تفري ٿي، ميان سرفراز حڪومت جي اهم ڀرجهلي مير بهرام خان سان ڪن مشيرن وغيره جي چرچ تي درست رويو روا نه رکيو، جنهن جي نتيجي ۾ هن سرزمين تي ڏارين هلائن توڙي اندروني انتشار جا ڪڪرڇانيل رهيا. نيٺ اهو ميان عبدالنبيءَ هٿان حيدرآباد جي قلعي ۾ مارجي ويو. ميان عبدالنبيءَ جيئن ته اقتدار جي حوس ۾ ڌنڌارين کي موقعو فراهم ڪري چڪو هو ته جيئن اهي مداخلت جي مليل موقعي مان ڀرپور فائدو وٺن، اهڙيءَ ريت 1781ع ۾ مدد خان پٺاڻ سنڌ تي هلان ڪري ڏني ۽ ڌنڌاري لشڪر ميان عبدالنبيءَ جي ناعاقبت انديشيءَ جو ڀرپور فائدو ورتو. مدد خان پٺاڻ شڪارپور کان ٿيندو اڳتي ڌوڪيندو آيو ۽ ڦرلٽ جي بازار گرم ٿي، ان حملي جو گهڻو زور پڻ ساھتي پرڳڻي تي رهيو. ساھتيءَ وارو علائقو گهڻو وسندڙ ۽ زرخيزيءَ سان مالامال هو. پر ان حملي م هتي جو سڀ ڪجهه تاراج ڪيو ويو. وسنديون، وٿاڻ، ڳوٺ، واهڻ سڀ اجاڙ ڪيا ويا. علم توڙي ادب، جيڪو ساھتيءَ جي علائقي جي خاص سڃاڻپ هو، ان حملي سبب تباهه ٿي ويو. شهرن جي مڪتبن توڙي مڙهين وغيره جي سوپيا لٽجي ۽ اجهامي رهجي وئي ۽ شهرن جا شهر ۽ انهن جي آسپاس ٻٽ ۽ ڀڙيانگ ٿي ويا.

ميان سرفراز خان ڪلهوڙي جي قتل کانپوءِ سنڌ ۾ بادشاهه گرديءَ جي هڻ وٺ شروع ٿي، مير فتح علي خان ميان جي ڀاءُ محمود خان جي ڀرجهلائي ڪئي ۽ ان کي گادي سونپي وئي. ان ئي وقت ۾ ساھتيءَ جو پرڳڻو محراب خان جتوئيءَ جي اثر هيٺ هو، جنهن کي محمود خان جو وزير ڪيو ويو. محراب خان جتوئي قبيلي جو سردار هو، ڪيس ساھتيءَ وارو پرڳڻو سرڪار طور جاگير ڪري ڏنو ويو. محراب خان هالاڻيءَ جي ويجهي جاگير لڳ صدر مقام مقرر ڪيو. محرابپور نالي سان نئون ڳوٺ ٻڌايائين، جيڪو هينئر گنجان شهر آهي. محراب واهه به کوٽايو ويو، اڳتي هلي محراب خان جي ٽالپرن سان اڻبڻت ٿي، جنهن جي نتيجي ۾ ميرن ۽ سندن وچ ۾ لانياريءَ وٽ ويڙهه لڳي ۽ محراب خان هارايو. مدد خان جي حملي وقت به چالڪ واري پل وٽ پٺاڻ حملي آورن سان چوٽون ڪاڏائين ۽ مقابلو ڪندي شهيد ٿي ويو. هالاڻيءَ جي جنگ (1782ع) ۾ شڪست کائڻ کانپوءِ اقتدار ڪلهوڙن کان ٽالپرن جي هٿ آيو ۽ ميرن چؤياريءَ ۾ سنڌ کي ورهائي حصا ڪري، پنهنجون حڪومتون قائم ڪيون، تڏهن ساھتيءَ وارو پرڳڻو مير سهراب خان کي مليو. مير سهراب خان جي وفات کانپوءِ مير علي مراد ٽالپر انگريزن جي شه تي اقتدار پنهنجي هٿ ڪيو ۽ واليء خيرپور ٿيو، تڏهن به ساھتي پرڳڻي جا اڪثر علائقا نوشهري فيروز تائين سندس حڪومت جو حصو رهيا.

ان کانپوءِ جيئن انگريزن ريلوي جون لائينون وڇائڻ شروع ڪيون ۽ خيرپور رياست کان سواءِ باقي سموري سنڌ تي سندن قبضو ٿي چڪو هو،

تڏهن ڪن شرطن تي ساهتيءَ وارو علائقو انهن جي حوالي ٿيو. انگريزن علائقن جي نئين سر سروي ڪري سرڪل، تپا، ضلعا، ڊويزنون قائم ڪيون. ان بعد پرڳڻن واري جاگرافيائي ورهاست ختم ٿي. اهڙيءَ ريت ساهتي پرڳڻو نوابشاهه ضلعي ۾ شامل ڪيو ويو.

ساهتيءَ وارو علائقو سنڌ جي ٻين علائقن کان وڌيڪ سرسبز ۽ شاداب رهندو آيو آهي. هتي جي ماڻهن جون رسمون ۽ رواج، ڳالهائڻ جو لهجو، معيارِ زندگي، علم و ادب، فيض و فڪر سڀ مخصوص نوعيت وارا آهن. سنڌيءَ جو ساهت پڻ هتان پروان چڙهيو. عربن جي قبضي کانپوءِ هتي انيڪ درسگاهون ۽ خانقاهون قائم ٿيون.

وچ واري دور ۾ پڻ ساهتي پرڳڻي کي سنڌ جي مرڪزي خطي واري حيثيت حاصل رهي. انگريزن جي زماني ۾ جيئن ئي نصابي طور لکت جي ابتدا ٿي ۽ نئون رسم الخط عمل هيٺ آيو ته ان وقت حيدرآباد ويجهو وچولي لهجي ۽ ساهتي لهجي کي سامهون رکي هڪ معياري لهجو مقرر ڪيو ويو، جيڪو هينئر به نصابي ڪتابن ۽ ادبي زبان لاءِ استعمال ٿي رهيو آهي. هتان جي لهجي کي 'ادبي لهجو' سڏيو ويو ته جنهن ۾ سنڌ جي باقي ٻين سڀني علائقائي لهجن واريون صوتي خوبيون موجود آهن.

**علمي، ادبي، سماجي ۽ سياسي شخصيتون:** ساهتي پرڳڻي بابت، مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته هتي اسريل سنڌ جي ساهت (ادب)، علم ۽ زندگيءَ جي ٻين پهلوئن سنڌي ماڻهن جي سدائين نمائندگي پئي ڪئي آهي.

ساهتيءَ جي علمي ۽ ادبي شخصيتن ۾: سائين مهدي شاهه جهانيان، شاهه نصير، سائين صفي الله شاهه، قاضي نبي بخش مورائي، قاضي عبدالخالق 'خليق' مورائي، قاضي فيض محمد (هالائي)، بيدار مورائي، اختر مورائي، مستري گل محمد سمو، ناصر مورائي (ڪهاڻيڪار)، قاضي عبدالرئوف مورائي، مولوي صادق مورائي، مولوي فيض الڪريم اعواڻ ساندائي (جنهن خلافت تحريڪ جي رد ۾ فتويٰ جوڙي)، حڪيم مولوي فضل محمد ميمڻ، حڪيم قاضي احمدي، حافظ محمد بخش خاصخيلي، جمال الدين مؤمن خاصخيلي، راشد مورائي، ادريس جتوئي، سائين علي گوهر شاهه، پروفيسر نذير قاضي، غلام محمد پنهور، حڪيم شمس الدين احمد (نوشهرو فيروز)، سيد سليمان شاهه بودلائي (مورو)، ميان غوث محمد پيرزادو، رمضان نول، احمد سولنگي، رڪيل مورائي، انور ساگر ڪانڌڙو، ڊاڪٽر حامد علي خانائي (خانواهڻ)، حميد سنڌي، ڊاڪٽر عبدالقادر سومرو (ٺاروشاهه)، ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ، ڊاڪٽر مولوي محمد ادريس سومرو، نجم عباسي (خانواهڻ)، محبوب علي جوکيو، امام بخش 'صابر' جتوئي، عمرالدين بيدار سهتو، ڊاڪٽر محمد لائق زرداري، مولوي محمد قاسم سومرو، بشير احمد هيسباڻي (ڪنڊيارو)، شمشاد احمد سومرو، آصف منياڻوي، اصغر پٽي، غلام رسول ناطق هالاڻوي، ظفر عباسي (ڪنڊيارو)، فياض ڏاهري (دربيلو) ۽ محمد صفر سهتو وغيره مشهور آهن.

ساهتيءَ ۾ جنم وٺندڙ ٻين نامور علمي ۽ ادبي شخصيتن ۾: ديوان ڪوڙو مل ڪلناڻي، حشو ڪيولراماڻي، گوبند مالهي، نارائڻ شيام، ليلارام رچنداڻي، ارجن سڪايل، ارجن حاسد، ايم. ڪمل، لڇمڻ ڪومل، ڄيٺو لالواڻي، آنند کيماڻي، ڪرشن کٽواڻي، ڪلا پرڪاش، هري همٿاڻي، کيمن مولاڻي، پُورن کٽواڻي، پڳوانداس نردوش، پوجراج وڇاڻي، ٽيڪم آفتاب، منوهر بيدي ۽ ٻيا پڻ شامل آهن.

مختلف شعبن ۾ جن عالمن ۽ ليکڪن پي. ايڇ. ڊي ڪئي آهي، تن ۾ ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي، ڊاڪٽر محمد ادريس سومرو، ڊاڪٽر محمود احمد ميمڻ، ڊاڪٽر نياز احمد مگريو، ڊاڪٽر عبدالرزاق گهانگهرو، ڊاڪٽر نثار احمد ميمڻ، ڊاڪٽر سيد مدد علي شاهه، ڊاڪٽر خان محمد لاڙڪ، ڊاڪٽر غلام قادر سومرو، ڊاڪٽر غلام حيدر ٻرڙو، ڊاڪٽر عبدالرحمان ميمڻ، ڊاڪٽر صائم ميمڻ، ڊاڪٽر شادي خان لاڙڪ، ڊاڪٽر محمد لائق زرداري، ڊاڪٽر محمد ابراهيم پنهور، ڊاڪٽر انورالدين ٿانوري، سيف الله جويو، ڊاڪٽر محمد صديق ڪلهوڙو، ڊاڪٽر غلام سرور لاڙڪ، ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ، ڊاڪٽر منور علي مخدوم، ڊاڪٽر اسد الله لاڙڪ، ڊاڪٽر سيد صابن شاهه، ڊاڪٽر سيد مهتاب علي شاهه، ڊاڪٽر عبداللطيف تنيو، ڊاڪٽر رفيق احمد مگريو شامل آهن، جڏهن ته لسانيات تي ڪم ڪندڙ نوجوان الطاف حسين جوکيي جي پي. ايڇ. ڊي ٿيسز پڻ آخري مرحلي ۾ آهي.

صحافتي ميدان ۾ قاضي عبدالرحمان اڄڻ (الوحيد جو ايڊيٽر)، قاضي خدابخش مورائي (الوحيد جو ايڊيٽر)، محمد وارث بلوچ، محرم علي پٽي (عبرت)، فدا حسين، اشرف علي پٽي، محمد خان سولنگي، منظور سولنگي، سجڻ سنڌي ۽ ٻين ڪيترن نامور صحافين پاڻ موڪيو آهي، جن جو واسطو هن علائقي سان آهي.

پنهنجي دؤر جا شاگرد ۽ سياسي اڳواڻ شهمير خان پنگوار، عزيز پنگوار، محمد صالح بلو، محمد منل رند، هارون سومرو، ڪامريڊ پانڌي خان جمالي، ارباب علي انڙ، هاشم ڪوسو، احمد خان چانديو ۽ ٻيا به هن علائقي سان وابسته آهن.

خلافت تحريڪ، عدم تعاون جي تحريڪ، سائمن ڪميشن تحريڪ، سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ واري تحريڪ، آزاديءَ واري تحريڪ، انگريز هندستان خالي ڪريو تحريڪ، ون يونٽ، سنڌي ٻولي قومي ٻولي، جيئي سنڌ هلچل سميت ڪيترن ئي سياسي تحريڪن ۾ پڻ هتان جي ماڻهن جو نمايان حصو رهيو آهي.

هتي ميان نور محمد ڪلهوڙي، مير لطف عرف مير متاري، بلاول فقير زرداري، مخدوم ابوالحسن ڏاهري، جهانيان خاندان جي بزرگن، محمد غلام محمد بگائي، شيخ احمد بن صديق السندي عرف قاضي دمائي، سيد محمد شاهه ذاڪري، محمد يوسف جيلاني، محمد حاجي محمد صالح ڏاهري، حضرت دستگير شاهه سيد، محراب فقير ڏاهري اول ۽ ٻين بزرگن اوليائن توڙي الله جي برگزيده بندن جا مدفن ۽ درگاهون آهن.

تاريخي يادگارن مان دليل ڪوٽ، ڪامارو قبرستان، بلاولي قبرستان، محراب مسجد، هالاڻيءَ واري دربار، ديهہ مائي صابره، چانهونءَ جو دڙو، ٺلهہ مير رڪڻ، پيرم جو دڙو، شڪور ڊيرو، محمد آباد (ميان نور محمد جا قبا)، رانڪ ميان خدادا خان، رانڪ ميان فضل علي، راڄو ليڪيءَ جو مقبرو، رانڪ يائي خان ڪلهوڙو، رانڪ رشيد خان ڪلهوڙو، رانڪ ميان قبول محمد ڪلهوڙو، رانڪ ميان غلام علي ڪلهوڙو، ميان جي بيگمات جو چبوترو، مقبرو جلال خان ۽ صحبت خان ڏنگراج، مجاورن جو قبو، مقبرو قائم خان ڪورائي، مقبرو ڳهٽو خان ڪليري، مقبرو آدو ۽ ٻيو خان، سنديلن جو مقام، رانڪ شهداد خان، ڪهاوڙن جون مزارون، مزار بختيار خان ڪهاوڙ، عطا طبيب جي رانڪ، بلاول فقير زرداريءَ جو مقبرو، ڪرجي تاريخي بستي، حمل فقير لغاريءَ جي مزار ابو شهيد جو آستان ۽ پراڻي بستي شامل آهن.

هتان ڏهراج، پرٽ، جتوئي، سيد، ڏاهري خاندان مان ڪيترائي اسيمبلي ميمبر چونڊبا رهيا آهن. ملڪ جو نگران وزيراعظم رهندڙ غلام مصطفيٰ جتوئيءَ جو تعلق بہ هن علائقي سان هو. ورهاڱي کان پهرين ڪيترائي هندو اديب جيڪي ٺارو شاهہ، ڪنڊياري، هالاڻي، پريا ۽ ٻين هنڌن تي رهندڙ هئا، انهن ڪيترين ناٽڪ منڊلين هلايون، پريسون، ڇاپخانا قائم ڪري علم ادب کي فروغ ڏنو.

سياسي شخصيتن ۾ سيد الهندو شاهہ، قاضي فضل الله، حاجي امام بخش جتوئي، پير قربان علي، غلام مصطفيٰ جتوئي، ظفرعلي شاهہ رضا محمد ڏاهري، حاڪم علي زرداري، سيد امداد محمد شاهہ، وغيره ڳڻي سگهجن ٿا. ان ڪان سواءِ ڪڏي واري مدرسي جو فارغ التحصيل ۽ هاري ڪميٽيءَ جو سرگرم ڪارڪن ڪامريڊ محمد هاشم گهانگهرو، ڪامريڊ غلام رسول سهتو، منير شاهہ پڻ هن خطي جا رهيا آهن.

ساهتي پرڳڻي مان موسيقيءَ جي حوالي سان ماسٽر چندر، استاد خيرمحمد (محرابپور) سونا خان بلوچ (منياڻي)، استاد گلزار علي خان (ديهات)، انور حسين وسطڙو (نوشهرو فيروز)، ڪيوڙو ماڇي، ماهي مگڻهار، شهناءِ نواز: سومر فقير (محرابپور) ۽ علي نواز فقير (ڪنڊيارو) نالو ڪمايو. جڏهن تہ مشهور اداڪار شفيع محمد شاهہ پڻ هن علائقي جو هو.

ملهہ راند ۾ پهرين جوڙ جا ملهہ: شير محمد ميربحر (محبت ديرو)، در محمد عالماڻي (مورو)، محمد بخش ٻڙدي (دربيلو) پڻ هن علائي جا رهاڪو آهن. فنون لطيفہ/ فائن آرٽ جي لحاظ کان جڳ مشهور ويزيوئل آرٽسٽ اياز جوکيو پڻ هن خطي جو آهي. اُستاد چتل سرهيي، محمد صديق پرهياڙ ۽ سندن ساٿي، اسٽيج ڊرامن جا وڏا نالا پڻ هن خطي سان لاڳاپيل آهن. ساهتي پرڳڻي کي مجموعي طور سنڌ جي دانش علم، ادب توڙي سماجي قدرن جي لحاظ کان وڏي اهميت حاصل آهي.

**ساهتي لائبرري:** هيءَ لائبرري، ساهتي پرڳڻي جي حوالي سان ٺارو شاهہ شهر ۾ قائم ڪئي وئي هئي، جيڪا لائبرري بعد ۾ نوابشاهہ شهر جي مهراڻ ڪالونيءَ ۾ قائم ڪئي وئي. هن لائبرريءَ جو روح روان بشير احمد هيسباڻي آهي. وٽس ناياب ڪتابن جو تمام وڏو ذخيرو گڏ ٿيل آهي. ساهتي لائبرريءَ ۾ گهڻو ڪري پراڻي زماني کان وٺي موجوده دور تائين، سنڌي ٻوليءَ جا اڻ ڳڻيا ڪتاب موجود آهن. ان ڪانسواءِ هن لائبرريءَ ۾ عربي، فارسي، اردو ۽ انگريزي ڪتابن جو بہ ذخيرو موجود آهي ۽ ڪيترن سنڌي ناياب ڪتابن جا نسخا فوٽو اسٽيٽ ڪرائي خوبصورت جلدن سان محفوظ ڪيا ويا آهن. سنڌي ڪتابن جي حوالي سان نوابشاهہ جي هيءَ منفرد لائبرري آهي. ساهتي لائبرريءَ ۾ تاريخ، ثقافت، ادب، شاعري، اسلاميات، ٻولي، گرامر ۽ لغت ڪانسواءِ اڪثر رسالن جا مڪمل شمارا موجود آهن. تحقيق جي حوالي سان هن لائبرريءَ مان ڪيترا علم دوست مطالعو ڪري پي. ايڇ. ڊي ۽ ٻين تعليمي امتحانن لاءِ لاڀ حاصل ڪندا رهن ٿا. هن لائبرريءَ ۾ 20 هزارن کان بہ مٿي ڪتاب موجود آهن. هيءَ لائبرري، نوابشاهہ شهر جي بهترين ڪتبخانن مان هڪ آهي. ان ڪان سواءِ خانواهڻ شهر ۾ سنڌي ادبي سنگت جي اڳواڻ ۽ نجم عباسيءَ جي ڀاءُ ميجر امان الله عباسي ۽ ٻين 15 سيپٽمبر 1984ع تي پڻ **ساهتي لائبرري** قائم ڪئي هئي، جنهن جي جڳهہ پڻ امان الله عباسيءَ ڏني. هن لائبرريءَ ۾ 50 ميمبر آهن ۽ هن وقت 5000 ڪان مٿي ڪتاب موجود آهن. هن لائبرريءَ پاران ساهتي سوشل ويلفيئر آرگنائيزيشن قائم ڪري سماجي ڀلائيءَ جي ڪمن سان گڏ ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جو ڪتاب 'منهنجون بهترين ڪهاڻيون' (1990ع) ڇپايو ويو. هن وقت لائبرري غلام نبي ناشاد سنڀالي ٿو.

**ساهتيہ ڪلا درسني:** هن ڊائريڪٽريءَ جو مرتب ۽ گڏ ڪندڙ هري هوتو مل تنواڻي 'نماڻو' آهي، ۽ سندس معاون ايڊيٽر چندر رامچند پنجابي آهي.




ڊائريڪٽريءَ جو انتساب روچيرام تيرٿداس جي نالي ڪيو ويو آهي. هن ڊائريڪٽريءَ جو مهاڳ، پروفيسر رام پنجواڻيءَ لکيو آهي. ڊائريڪٽريءَ بابت هوتو مل تنواڻي رقم طراق آهي تہ، "1976ع ۾ 'ساز ۽ انداز' شعرن جو مجموعو ڇپائي، مون ساهتڪ ڪيتر ۾ پير رکيو... اشاعت بعد منهنجي سڄاڻپ... ساهت ڪلا جي شيدائي روچيرام تيرٿداس سان ٿي... وٽس سنڌي ساهتڪارن، ڪلاڪارن ۽ سماج سيوڪن جو بي بها خزانو فوٽن ۽ ائڊريسن جي روپ ۾ ميسر هو... 1978ع جي پڇاڙيءَ ڌاري هن ائڊريسن جي ڪاپي منهنجي حوالي ڪئي" ان بعد مرتب ڪجهہ ٻيون ائڊريسون، الهاس نگر، سوراشٽر، اجمير، ٻڙودي ۽ ڀوپال جي اديبن جا البم ۽ رسالا هٿ ڪري ڊائريڪٽري تيار ڪئي. ڊائريڪٽريءَ جي ابتدا ۾ پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻيءَ جو مضمون 'سنڌي زبان ۽ ادب تي سرسري نظر' ڏنو ويو آهي. ان بعد (1) ساهتڪار، (2) ڪلاڪار، (3) ناٽڪ منڊليون، (4) فلمون، (5) اخبارون، (6) رسالا ۽ مخزنون، (7) لئبرريون، (8) بوڪ سيلرس، (9) پبليڪيشنس

عنوانن هيٺ الف ب وار تفصيل ڏنا ويا آهن. عنوانن هيٺ اديبن، ڪلاڪارن وغيره جي معلومات کان اڳ مختلف اديبن: پوپٽي هيراننداڻي، گوبند مالهي، ديپڪ آشا ۽ هري موٽواڻيءَ جا سنڌي ڪلاڪارن، ناٽڪن، ناٽڪ منڊلين، اخبارن، رسالن ۽ پبلشرن بابت مضمون ڏنا ويا آهن.

ڊيمي سائيزجي 365 صفحن جي هيءَ ڊائريڪٽري، چاهڙيا هائوس، نهرو چوڪ، الهاس نگر مان 1980ع ۾ ڇپجي پڌري ٿي ۽ ان جي قيمت 20 روپيا آهي.

**ساهڙ (ذات):** ساهڙ سمن ۽ ملاحن جي هڪ ذات آهي. ان ڪانسواءِ جکري جو پٽ 'ساهڙ' ٿي گذريو آهي، جنهن جو اولاد 'ساهڙ' يا 'ساهڙ سما' سڏيا ويا. ساند پٽ پليءَ جي اولاد مان به ساهڙ آهن. مگرين جي هڪ ڪيڙ جو نالو ساهڙ آهي. دل قبيلي جي ڏيتا شاخ مان به ساهڙ آهن. نهڙين ۾ به پڻ ساهڙ موجود آهن. مشهور اديب عزيز مهراڻوي ۽ نوجوان شاعر امر ساهڙ به هن ذات سان تعلق رکن ٿا.

- ساهڙ، سهڻيءَ جي محبوب جو نالو به هو. جنهن جو اظهار شاهه لطيف جي هيٺين بيت ۾ ٿئي ٿو:

"ساهڙ جا سينگار، اڻ ڏٺي اڳي هئا"

**ساهڙ جا سينگار** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور عالم، اديب ۽ مفڪر سائين جي. ايم. سيد مرتب ڪيو. جيڪو مرتب ڏانهن علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ جي لکيل خطن تي مشتمل آهي. ڪتاب جي شروع ۾ علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ جا جي. ايم. سيد ڏانهن هڪ سنڌي ۽ ٻن انگريزيءَ ۾ لکيل خطن جا عڪس ڏنا ويا آهن. ڪتاب ۾ نامور قانوندان الهه بخش بروهيءَ پاران خطن متعلق تعارفي خط جو سنڌي ترجمو به شامل ڪيو ويو آهي. ڪتاب بابت پيش لفظ مرتب جو لکيل آهي. هي ڪتاب پنجن بابن تي مشتمل آهي. پهرين باب ۾ علامه آءِ. آءِ. قاضي ۽ ايلسا قاضيءَ جو تعارف ڪرايو ويو آهي. ٻئين باب ۾ 1929ع کان 1945ع تائين علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ پاران جي. ايم. سيد ڏانهن لکيل خط شامل آهن، جيڪي ڪجهه سنڌيءَ ۾ هئا ۽ اڪثر انگريزيءَ ۾ هئا، جن جو سنڌي ترجمو شامل ڪيو ويو آهي. ٽئين باب ۾ 1946ع کان 1947ع تائين جا خط شامل آهن. جيڪي به ڪجهه سنڌيءَ ۾ هئا ۽ ڪجهه انگريزيءَ ۾ هئا، جن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو آهي. چوٿين باب ۾ ٽي مضمون شامل آهن،. جن مان ٻه مختلف وقتن تي علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ پاران جي. ايم. سيد کي ۽ هڪ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کي تقرير واسطي لکي ڏنا ويا هئا. پنجين باب ۾ 'علامه قاضي صاحب جو پيغام، مقام ۽ اسان جون ڏانهس جوابداريون' جي عنوان سان سائين جي. ايم. سيد جو مضمون




شامل آهي. ڪتاب جي جلد تي علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ ۽ سائين جي. ايم. سيد جون تصويرون ڏنل آهن.

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1969ع ۾، ٻيو ڇاپو 1983ع ۾ ۽ ٽيون ڇاپو ڊسمبر 1995ع ۾، جي. ايم. سيد اڪيڊمي، سن پاران ڇپايو ويو آهي. ڊيمي سائيزجي 196 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**ساهڙ لنجار، مخدوم:** مخدوم ساهڙ پُٽ مخدوم معزالدين لنجار، مخدوم بلاول شهيد جو وڏو خليفو هو. جيڪو مخدوم بلاول جي صحبت ۾ رهي، وطن دوست تحريڪ ۾ شامل رهيو. مخدوم بلاول جي شهادت کانپوءِ چيو وڃي ٿو ته هن مخدوم نوح سرور کان فيض حاصل ڪيو. اها ڳالهه ڪتاب 'دليل الذاڪرين' ۾ هن ريت ڄاڻايل آهي ته، "پنهنجي هڪ مائٽ شيخ محمود ولد صديق فخريه کان حضرت مخدوم نوحؒ جو مرتبو معلوم ڪري، حضرت شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي معرفت مخدوم نوح جي خدمت ۾ پهتو، ته مخدوم نوح چيس: "خوش آمديد مخدوم ساهڙ!" مخدوم ساهڙ ان تي عرض ڪيو ته: "اوهان کي منهنجي نالي جي خبر ڪيئن پئي؟" مخدوم نوح وراڻيو ته: "مون کي خبر ڏيڻ واري خبر ڏني." پوءِ پاڻ مجلس ۾ موجود شيخ هوتي لاڪي سان گڏجي ڪلمي جي ذڪر جي تلقين ورتائين ۽ خلافت جي درجي تي پهتو. هي وڏو عالم هو. مخدوم بلاول جي شهادت کانپوءِ بلاولي تحريڪ کي منظم ڪيائين.

پاڻ 20 نومبر 14 رجب 980هه/ 1572ع تي وفات ڪئي. روايت موجب مخدوم ساهڙ جي جنازي جي نماز مخدوم نوح پڙهائي. ڪيس انڙپور ضلعي ڄامشوري ۾ هڪ ٽڪريءَ تي دفنايو ويو.

مخدوم ساهڙ جو مقبرو، انڙپور شهر (تعلقي ڪوٽڙي، ضلعي ڄامشوري ۾) کان اتر اولهه ٻن ڪلوميٽرن پنڌ تي موجود آهي. مقبرو سڏي ٽڪريءَ تي، رڻ ۾ چوڪنڊو آهي ۽ مٿان گنبذ اٿس.

مقبري جو دروازو ڏکڻ طرف آهي، جنهن تي اڪر جو ڪم ٿيل آهي، مقبري ۾ ٻه قبرون آهن، ڇٽيءَ واري قبر مخدوم ساهڙ جي آهي.

**ساهه ڪٽڻ جو سرشتو:** ساهه ڪٽڻ انساني وجود لاءِ ضروري عمل آهي. سائنسي تحقيق مطابق انسان هڪ منٽ ۾ 18 ڀيرا ساهه ڪٽي ٿو. هي هڪ خودمختيار عمل آهي، جيڪو بنا سوچ ويچار جي ٿيندو رهي ٿو. مغزي مرڪز ڪنٽرول ۾ ساهه ڪٽڻ جو عمل مغز جي حوالي هوندو آهي. جيڪڏهن ان مرڪز کي ضرب آئي ته ساهه ڪٽڻ جو عمل هميشه لاءِ بيهي رهندو. مرڪز جا حڪم مغزي ڏوريءَ مان هلي ڳچيءَ وارين تنتن (5،4،3) کي پهچن ٿا، جن مان هڪ خاص تنت ساهه ڪٽڻ جي ٿهي 'پيٽ ڇهه' ۾ پکڙجي وڃي ٿي، جنهن کي 'پيٽ ڇهي تنت' (Phrenic never) چئبو آهي. هيءَ سرشتو، پليءَ وارين مشڪن، پيٽ ڇهه ۽ پاسرين جي مشڪن کي تحرڪ ڏيندو رهي ٿو. ساهه ڪٽڻ مهل هي مشڪون (Inter costal muscles) ٻنهي پاسن کان پاسرين کي مٿيرو ڪري سيني

کان ٻاهر ڪڍنديون آهن. اونهي ساهه کڻڻ وقت ڳچيءَ ۽ ڇاتيءَ واريون مشڪون ٻه سيني کي وڏيڪ ويڪري ڪرڻ ۾ مدد ڪنديون آهن. اهڙيءَ طرح پاسن توڙي ترڪيءَ وٽان سيني جو خال ويڪرو ٿيڻ ڪري، ڦڦڙ ٻه ڇڪجي ويڪرا ٿين ٿا ۽ ان ۾ هوا جو داٻ گهٽجڻ ڪري، ٻاهرين هوا ٻاٽمرادو اندر هلي ايندي آهي. هوا اندر کڻڻ واري عمل کي Inspiration چئجي ٿو. جيڪا هوا اندر ڪم آيل آهي، اها ٻاهر ڪڍجي ٿي، ان عمل کي وري Expirationسڏجي ٿو. رت لاڳيتو ڦڦڙن ۾ آڪسيجن کڻڻ ۽ ڪاربانڊاءِ آڪسائيڊ گئس ڇڏڻ لاءِ ايندو رهي ٿو. ڇاڪاڻ ته بدني اوجن ۾ گرمي ۽ طاقت پيدا ڪرڻ لاءِ آڪسيجن جي ضرورت پوي ٿي، آڪسيجن کانسواءِ جيئرو رهڻ ناممڪن آهي. ساهه کڻڻ واري عمل ۾ جسم جا ڪيترا عضوا ڪم ڪن ٿا. جهڙوڪ: نڪ، نڙي، گلو، نڙگهٽ ۽ ان جو شاخون، ڦڦڙ ۽ پيٽ ڇهه.

(1) **نڪ:** ساهه نڪ توڙي وات مان کڻي سگهجي ٿو پر نڪ مان ساهه کڻڻ ڪري ڪيترا فائدا ٿين ٿا.

(1) ناسن جي وارن مان هوا ڇڻي، مٽي ۽ ڪچري کان پاڪ ٿي جسم ۾ داخل ٿيندي آهي.

(2) نڪ اندر ڪيترائي وروراڪ آهن. جن مان هوا گذري، گرم ٿيندي آهي، جنهنڪري ڦڦڙ ٿڌي هوا جي ناريندڙ اثر کان بچيل رهن ٿا.

(3) ناسن جي بناوت سوڙهي ۽ ڊگهي ٿئي ٿي، جن مان هوا ڇڪجي اندر وڃڻ ڪري ڦڦڙن ۾ پيوند هوا جي هر هڪ ڳوٽريءَ ۾ پوريءَ طرح پرجي سگهي ٿي، ان ڪري ڪوبه ڦڦڙ يا پاڳو بيڪار يا هوا کان خالي نه ٿو رهي.

(4) نڪ ۾ سنگهڻ جي طاقت آهي، جيڪا وقت بوقت هوا جي معيار کان خبردار ڪندي رهي ٿي.

(5) وات مان ساهه کڻڻ ڪري ڪيترين ئي وات جون غلاظتون ۽ جيوڙا، ڦڦڙن ۾ داخل ٿي کنگهه يا ٻيون بيماريون پيدا ڪري سگهن ٿا. ان کانسواءِ ڪليون ۽ ڪاڪڙو هميشه خراب رهندو آهي.

(2) **نڙي** (Pharynx) : نڪ ۽ وات جي پٺئين خال کي نڙي چئجي ٿو. جنهن مان وات کان ڪاڌو وڃي لڪيءَ ۾ پوي ٿو ۽ نڪ واري هوا گلي ۾ پوندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڪاڌي جو ڪو ذرو وڃي گلي ۾ پوندو آهي ته هڪدم مونجهه ۽ کنگهه شروع ٿي ويندي آهي، جنهن ڪري عام طور چيو ويندو آهي ته "ڪاڌو وڃي ٻيءَ نڙيءَ ۾ پيو آهي." ٻي نڙي هوا جي رستي کي چئجي ٿو جنهن مان ساهه ڦڦڙن ۾ وڃي ٿو.

(3) **گلو** (Larynx) : گلو نڙگهٽ جي مٿئين ويڪري پاڱي کي چئبو آهي. جيڪو ڳچيءَ جي اڳ کان نڪتل نظر ايندو آهي. گلي اندر آواز جو انتظام هوندو آهي. هن ۾ توتاريءَ وانگر هڪ چير آهي، جنهن جي پاسن کان پردن جون ٻه تاڪيون (Racal cords) آهن، جن ۾ مشڪون لڳل هونديون آهن. ڦڦڙن مان ٻاهر نڪرندڙ هوا سان ٿلها ۽ سنها آواز ڪڍي سگهجن ٿا. زڪام جي ڪري گلي ۾ ريزش ٿيڻ سان ڇتو ڳالهائڻ مشڪل ٿي پوندو آهي، اهڙي عمل کي عام طور 'نڙي ويهجي وڃڻ' چيو ويندو آهي. آواز کي سرلي ڪرڻ لاءِ هوا سان پريل ٻيا خال پڻ مدد ڪن ٿا. زڪام جي ڪري آواز گهگهو ٿي يا بدلجي ويندو آهي.

(4) **نڙگهٽ** (Trachea): ڳلي کان هيٺ نڙگهٽ شروع ٿئي ٿو هيءَ پردن ۾ ويڙهيل لچڪدار ڪچڙي ڪنڊ جي ڇلن جو ٺهيل هوندو آهي، جنهنڪري ٻوتجي نه ٿو ۽ هن مان آسانيءَ سان هوا اندر ٻاهر اچي وڃي سگهي ٿي. ڇاتيءَ ۾ هن مان ٻه شاخون ڦٽي نڪرن، جن مان هڪڙي ڦڦڙ ۾ وڃي ٿي ۽ ٻيءَ مان وري بيشمار شاخون ٿي وينديون آهن. جيڪي هوا جي ڳوٽرين ۾ کتڻ ٿيون. ٽريڪيا ۽ برانڪا ۾ اندر بلغمي پردي جو تهه آهي، جنهن ۾ ضرورت آهر بلغم جڙندو رهي ٿو. بلغم جي ڪري خشڪي نه ٿيندي آهي ۽ جيڪڏهن هوا ۾ مٽي يا ٻيو ڪچرو گهٽو آهي ته اهو ٻه بلغم ۾ چنبڙي پوي ٿو.

(5) **ڦڦڙ** (Lungs): انساني جسم اندر ٻه ڦڦڙ ٿيندا آهن. جيڪي پاسرين اندر، دل جي ٻنهي پاسن کان بيٺل آهن. شڪل ۾ تڪندا آهن. سندن




چوٽي مٿي ڳچيءَ وٽ ۽ ترو پيٽ ڇهه سان لڳل هوندو آهي. هر هڪ ڦڦڙ کي دل وانگر ٻه تهو غلاف چڙهيل هوندو آهي، جن کي 'پلورا' چئبو آهي. ٻنهي تهن جي وچ ۾ ٿورڙي مقدار ۾ پاڻيٺ موجود رهندي آهي، جنهنڪري ڦڦڙن کي ڦنڊڻ ۽ سسڻ ۾ اٽڪاءُ نه ٿو ٿئي. ڦڦڙ هوا جي نلين ۽ ڳوٽرين جا ٺهيل هوندا آهن. اهي ڳوٽريون تمام نازڪ پردي جون ٿين ٿيون، جن مٿان دل جي ساڄي خاني مان ايندڙ پلمونري آرٽريءَ جي وار نلين جون ڄاريون ٺهيل آهن. انهن وار نلين ۾ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ گئس سان پريل رت ڏورو ڪندو آهي. جيڪو ڳوٽرين ۾ پيل تازي هوا مان آڪسيجن کڻي وٺندو آهي ۽ ڪاربان وڃي ڳوٽرين ۾ پوندي آهي، جيڪا ساهه کڻڻ سان ٻاهر ڪڍي ڇڏيندو آهي. اهڙيءَ طرح رت صاف ٿي هر هڪ ڦڦڙ مان ٻن نسن جي وسيلي کٻي ڪنوتيءَ ۾ پوي ٿو جتان وري سموري بدن کي آڪسيجن پهچائي ڪاربان ميڙي اچي ڦڦڙن ۾ تازي هوا سان مٽاسٽا ڪري ٿو.

(6) **پيٽ ڇهه** (Diaphragm): هي هڪ ٿلهو ۽ مضبوط خشڪ پردو آهي، جيڪو سيني جي عضون، ڦڦڙن ۽ دل کي پيٽ وارن عضون کان ڌار ڪري ٿو. هيءَ شڪل ۾ گنبذ وانگر مٿي اڀريل ٿيندو آهي، جنهن تي دل

۽ ڦڦڙ جا ترا ڇهڻيل آهن. هن جو مکيہ ڪم سيني جي خال کي سوڙهو ۽ ويڪرو ڪرڻ آهي، جنهنڪري ساهہ کڄي سگهي ٿو.

(7) **هڏڪي** (Hiccough/ hiccup): ڪن سببن ڪري پاسرين واريون مشڪون ۽ پيٽ ڇهہ برابر وقت تي ملي ڪم نہ ڪندا آهن، جنهنڪري هوا اندر وڃڻ بدران زور سان ٻاهر ڌڪجي، آواز ڪري، نڪري ايندي آهي. جنهن مهل پاسرين واريون مشڪون ڪوئجي پاسرين کي مٿي کڻي سيني کي ڪشادو ڪنديون آهن ۽ هوا اندر وڃڻ جي ڪندي آهي تہ اوچتو پيٽ ڇهہ جي ڍري ٿيڻ سبب سندس قبي مٿي پڙڪو ڪائي هوا کي زور سان ڌڪي ٻاهر ڪيندي آهي، اهڙي عمل کي هڏڪي چئبو آهي. پوءِ جڏهن پيٽ ڇهہ پوري وقت تي پاسرين سان ملي ڪم ڪندو آهي تہ هڏڪي بہ لهي ويندي آهي.

(8) **هوا جا جزا** (Composition of air): هوا جا مکيہ ٽي جزا آهن: (1) آڪسيجن گئس، 21 ڀاڱا، (2) نائٽروجن گئس 79 ڀاڱا ۽ (3) ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ گئس جا فقط چار ڀاڱا آهن. نائٽروجن هڪ گئس آهي، جنهن جو ڪم فقط آڪسيجن کي ڇڊو ڪرڻ آهي، ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن آڪسيجن خالص هوندي تہ سڀ ڪجهہ جلائي ڇڏيندي. ڪارباناءِ آڪسائيڊ گئس وڻ استعمال ڪندا آهن ۽ جسمي ڪاربان هوا مان کڻي آڪسيجن موٽائي هوا ۾ اڇلي ڇڏيندا آهن. ساهہ کڻڻ ڪري هوا جي آڪسيجن ۽ ڪارباناءِ آڪسائيڊ گئس جي مقدار ۾ گهٽ وڌ فرق پوي ٿو. مثال طور:

| گئس جو نالو | تازي هوا ۾ | ڦڦڙن مان نڪتل هوا ۾ |
| --- | --- | --- |
| آڪسيجن | 20 ۽ 96 | 16 ۽ 40 |
| نائٽروجن | 79 ۽ 00 | 79 ۽ 19 |
| ڪارباناءِ آڪسائيڊ | 04 | 4 ۽ 41 |

**ساهي** (ذات): روايت موجب راجا جڳديو کي ٻہ پٽ شاهي ۽ سنڌو هئا، جن جو اولاد پاڻ کي ساهي ۽ سنڌو سڏائين ٿا. ڪتاب شاهاڻي گوجرا جي مصنف موجب هن ذات وارا سورج بنسي راجپوت آهن ۽ جهنڊ جي وڻ جي پوڄا ڪن ٿا. هي ٻوگرال بہ سڏجن ٿا، ان ڪانسواءِ جتن ۽ ڪرلن جي هڪ پاڙي جو نالو بہ ساهي آهي.

**ساهي پٽجي** (ڪتاب): هي ڪتاب هند جي برک شاعر ۽ غزل جي وڏي شاعر ارجن حاسد جي غزلن جو مجموعو آهي، جنهن تي ڊاڪٽر پريم پرڪاش ۽ واسديو موهيءَ جا بہ دلچسپ مهاڳ لکيل آهن. پريم پرڪاش جو عنوان آهي 'گونگو ڳڙ ڳائي' ۽ واسديو موهيءَ جو عنوان آهي 'ساهي پٽجي چو ...؟'. واسديو موهي لکي ٿو تہ حاسد جي هن مجموعي جو عنوان 'ساهي پٽجي' مون کي اعتراض جوڳو لڳو آهي. عمر جي پنڌ ۾ ٿي سگهي




ٿو تہ ڪنهن مقام تي ائين لڳي تہ گهڻو ٿيو هاڻي ويهي رهجي، پر هڪ تخليقي فنڪار اهڙو راهي ٿي نہ ٿو سگهي. فنڪار قائم نوان پٿر (mile stones) سر ڪرڻ جي فڪر ۾ هوندو آهي، هو ٿڪبو ڪونہ آهي. جنهن ڏينهن ٿڪي ٿو، تنهن ڏينهن هن جي تخليق، ذهني طور مري ويندي، جسماني طور ڀلي اُها زندهہ رهي." .... آخر ۾ لکي ٿو تہ، "اِن ڪري، مان چوان ٿو تہ حاسد جي هن مجموعي جو عنوان اعتراض جوڳو آهي، ان جي پٺيان پنهنجي ليکي ئي 'چو....' جوڙي ٿو ڇڏيان."

160 صفحن جي هن ڊيمي سائيز جي ڪتاب ۾ ارجن حاسد جا 148 غزل شامل آهن. هي ڪتاب نارو سي. گرناڻيءَ، احمدآباد مان، مارچ 2006ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 80 روپيا آهي.

**ساهي پڌ**[1] (ديهہ): تعلقي روهڙي، ضلعي سکر جي هڪ ديهہ جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ساهي پڌ، ڪريم ڏنو مهر، ابوبڪر مهر، موچي، مير حسن مهر ۽ شاهن ڏهو.

**ساهي پڌ**[2] (ماڳ): هي ماڳ "10'05°69 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ۽ "19'30°27 ڊگريون اترويڪرائي ڦاڪ تي ڳوٺ ساهي پڌ، تعلقي روهڙي، ضلعي سکر ۾ گهاري نديءَ جي پراڻي پيٽ ۾ وارياسي پڌ تي آهي. هي ماڳ 163 ميٽر اتر ڏکڻ ۽ 86 ميٽر اوڀر اولهہ، ڳوٺ ساهي پڌ جي اتر اولهہ ۾ 300 ميٽرن تي آهي. هتان مليل وٿن مان ٽامي جو سڪو، ٺڪر جي کپي، پٿر جي ڪورون، ٺڪر جا منيا ۽ ٿانو شامل آهن. ٺڪرائي ۾ ڪنا جيڪي ڪرڇيل ۽ روغني آهن. ڪنيرجي نشانين سان ٿانون جا ٽڪرا، منيا، گول پيالا جيڪي سادا بہ آهن تہ ڇٽيل بہ. بوٽين سان ڍڪڻ ۽ ٿانون جا ترا. ٺڪرائو تمام سنو پڪو آهي، جنهن تي ڳاڙهي تي ڪاري رنگ جا نقش آهن.

**ساهيريا** (Sahariya): خير محمد برڙي 'ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا' ۾ لکيو آهي تہ هي هڪ ذات آهي، جڏهن تہ 'ٽرائيبس اينڊ ڪاسٽس آف انڊيا' جو مصنف لکي ٿو تہ هي دراوڙن جو مشهور قبيلو آهي، جيڪو هاڻي للتپور ۽ بندي جبل ۾ رهي ٿو. هي لفظ عربي لفظ سڪارا يا صحرا تان ورتل ٿو ڏسجي يعني 'صحرا جا رهاڪو'. هي ساڳيو لفظ آفريڪا ۾ رهندڙ قبيلي صحارا سان مشابهت رکي ٿو، جن جي نالي دنيا جو وڏي ۾ وڏو رڻ 'صحارا' آهي. ساهيريا لفظ 'سواراس' سان بہ گهڻي مشابهت رکي ٿو، جنهن جي معنيٰ آهي جبلن جا رهاڪو. هي وچ هندستان ۾ مختلف نالن جي ذاتين سان رهن ٿا. سوارس قبيلي ۾ ايندڙ ذاتيون ڪول، مندا، ڪرڪس، ڀيل، بوئياس، وغيره اچي وڃن ٿا. جندي ڪيل ۾ رهندڙ ساهيرين کي 'راوت' ڪري بہ سڏيندا آهن. راوت سنڌ ۾ رهن ٿا. راوت سنڌ ۾ ماٺوءَ جو نالو بہ رکيو ويندو آهي. راوت اصل ۾ سنسڪرت جي لفظ 'راجا- دوتا' مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: 'بادشاهہ جو پيغام پهچائيندڙ'. هنن جون ريتون ۽ رسمون سنڌ ۾ رهندڙ ڪولن، ڀيلن ۽ مندن جهڙيون آهن.

**ساهيوال جيل جي ڊائري** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب 1968ع ڌاري شيخ اياز جي ساهيوال جيل ۾ قيد دوران يادگيرين تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ ساهيوال جيل جي احوال سان گڏ سياسي حالتن تي پڻ روشني وڌي وئي آهي. گڏوگڏ دنيا جي بهترين اديبن، دانشورن ۽ سندن فن پارن جا حوالا پڻ موجود آهن.




شيخ اياز، پنهنجي هن ڪتاب ۾ سندس گرفتاريءَ کان وٺندي جيل ۾ گهاريل هڪ هڪ ڏينهن جي سرگرمين کي تاريخ وار پيش ڪيو آهي. تحرير جي ان انداز مان ڪيترن ئي اهم ڳالهين ۽ شخصيتن جي ڄاڻ پئي ٿي.

هن ڪتاب جو مهاڳ، سنڌي ادب جي ڪهاڻيڪاره ۽ ناول نگار ماهتاب محبوب لکيو آهي، جنهن ۾ هن لکيو آهي ته، ”اياز جي ٻين تصنيفن جيان زير نظر تصنيف پڻ، ٻين ڊائري نويسن کان مختلف انداز ۾ لکيل آهي. ڳالهه هلندي هلندي، واقعي جي مناسبت سان فليش بئڪ (Flash back) ۾ هليو وڃڻ، جتي ذاتي چاهي سياسي صورتحال جي حوالي سان، ساڻس لاڳاپيل ماڻهن ۽ انهن سان تعلق رکندڙ واقعن جو سلسليوار ذڪر ڪندي، واپس اصل موضوع تي اچي وڃڻ.“

هن ڪتاب ۾ ان دؤر جو تجزيو، موجوده حالتن جي مناسبت سان وڏيءَ اهميت جو حامل آهي. ڪتاب جي ٻولي نهايت وڻندڙ ۽ سليس آهي، ڪن موزون جاين تي حوالي طور شعرن جو استعمال پڻ ڪيو ويو آهي.

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد طرفان، مئي 1986ع ۾ ڇپيو. خوبصورت ٽائيٽل سان ڊيمي سائيز جو هيءُ ڪتاب 259 صفحن تي مشتمل آهي.

ڪتاب جي ڪچي جلد جي قيمت 35 روپيا ۽ پڪي جلد جي قيمت 45 روپيا آهي.

**سائبيري ڦوسٽي** (پکي): هن پکيءَ جو تعلق پکين جي گهڻ جنسن واري خاندان Sylviidae سان آهي. انگريزيءَ ۾ هي پکي Brown Leaf warbler، Eurasian Chiffchaff يا وري Syberian chiffchaff جي نالي سان سڏجي ٿو. جڏهن ته هن پکيءَ جو سائنسي نالو Phylloscopus collybita tristis آهي.

هن پکيءَ جي جسماني ڊيگهه تقريباً 10 کان 12.5 سينٽي ميٽر، نر پکيءَ جي پرن جي پکيڙ 6 کان 6.6 سينٽي ميٽر ۽ ماديءَ جي پرن جي پکيڙ 5.4 ان 6.1 تائين، پڇ جي ڊيگهه 4.3- 5.5 سينٽي ميٽر، چهنب 11.5 کان 12.5 ملي ميٽر ۽ نر جو وزن 7 کان 9 گرام، جڏهن ته مادي پکيءَ جو وزن 5 کان 7 گرام هوندو آهي.

وچولي قد جو هيءُ پکي ناسي ۽ زيتوني ناسي رنگ جو ٿيندو آهي. اڪثر مٿين ڪنهن جو رنگ پورو سليٽي لڳندو آهي. اکين مٿان اڇي رنگ جون ننڍڙيون پنبڻيون، هيٺيون حصو اڇو يا ملائيءَ مائل اڇي پيلسري هلڪي ڦڪي رنگ جا ڳِتا، پيلاڻ مائل اڇي رنگ جي ڇاتي، پکيءَ جا ڪڇاوان پاسا (axilliaries) ۽ پر پوش (wing coverts) جا اندريان حصا جهنگلي پيلي گلاب جهڙي هلڪي پيلسري رنگ کان ڦڪي پيلي رنگ جا ۽ اڪثر وينل حالت ۾ ڪنپ معمولي پيلي رنگ جا ڏسڻ ۾ ايندا آهن.

ٻين ڦوسٽين جي مقابلي ۾ هيءُ پنهنجي ننڍي قد، پيلاڻ مائل پوري- سليٽي رنگ سان گڏ ننڍي پڇ جي ڪري نمايان آهي.



نر پکيءَ جي ڀيٽ ۾ مادي قد ۾ ننڍي پر ڪنين ۾ هڪجهڙي هوندي آهي. نر ۽ مادي، ٻنهيءَ جي ڄنگهن ۽ چنبن جو رنگ ڪارو، اک جي پتلي ناسي ۽ چهنب ڪاراڻ مائل ناسي ٿيندي آهي. چهنب جي هيٺين چاڙي هلڪي پيلاڻ مائل هوندي آهي، پر گهٽي واضح نه هجڻ سبب سموري چهنب ڪارسري ناسي محسوس ٿيندي آهي.

هي پکي سياري جو سيلاني پکي آهي ۽ پاڪستان ۾ درياهي علائقن، خاص ڪري سنڌو نديءَ جي ميداني علائقن ۽ اُترين علائقن ۾ اچي آباد ٿيندو آهي. اهڙيءَ ريت سياري جي منڊ شروع ٿيندي ئي پنجاب جي ميداني علائقن ۾ هي پکي عام جام ڏسڻ ۾ ايندا آهن. پر آڪٽوبر مهيني جي اڌ کانپوءِ پکين جو تعداد گهٽجندو ويندو آهي. مارچ جي ابتدا ۾ بهار اچڻ سان ئي هي پکي ٻين جاين ڏانهن لڏپلاڻ شروع ڪري ڏيندا آهن. عموماً لڏپلاڻ وقت پنهنجي سريلي آواز ۾ ڳائڻ شروع ڪندا آهن. هوائي سفر دوران مارچ جي ٻئي هفتي تائين ساهيوال ۽ قصور ضلعن ۾ پڪل ڪڻڪ جي پوکن مٿان ٽولن جي صورت لامارا ڏيندي نظر ايندا آهن.

ان کان سواءِ منڇر ڍنڍ ۾ پن جي ڪکرن، گهاٽي جهنگ ۽ ڪئنالن تي ڪثير تعداد ۾ نظر اچن ٿا.

کوراڪ جي حوالي سان هي اڏامندڙ جيتن کي شڪار ڪري کائڻ جا ماهر آهن. وونئڻ جي فصل ۾ پاٽمرادو ڦٽل گاهه مٿان وڏي مهارت سان اپي اڏام پريندو، جيتن کي شڪار ڪندو کائيندو ويندو آهي. ان کان سواءِ ڊگهن وڻن جي چوٽين ۽ پاڻيءَ جي سطح تي ترندڙ جيتامڙا پڻ کائيندو آهي.

نسلي واڌ ويجهه جي عرصي دوران مادي اڪيلي سر آکيرو ٺاهي، 13 کان 15 ڏينهن آرو ڪندي آهي. ٻيضن مان ڦٽل ٻچن جي پرورش پڻ مادي ڪندي آهي.

عموماً هي پکي نهايت سريلي ۽ وڻندڙ آواز ۾ 'هوئٽ يا ٽوئٽ' جي مختصر انداز ۾ ٻوليندو آهي. پر هڪ جاءِ کان ٻيءَ جاءِ ڏانهن اڏامڻ دوران مسلسل روانيءَ سان سريلي آواز ۾ 'چپ چاپ چاپ چپ چپ' يا وري 'وچو ويٽ چو وچو ٽوئيٽ ٽوئيٽ ٽو وچو' جا ٻول ٻوليندو رهي ٿو.

**سائبيري ڪونج** (Grus Leucogeranus/ Pallas): هي ڪونج پکيءَ جي جنس سان تعلق رکي ٿو جيڪو 150 سينٽي ميٽر ڊگهو ٿئي ٿو. هن جي ڳچي ڊگهي ٿيندي آهي. هن ڪونج جو نر، ماديءَ کان ٿورو وڏو ٿئي ٿو. هن جون ٽنگون سنهيون ۽ ڪنب اچا هوندا آهن ۽ ان جي پرن جي پکيڙ 4.9 کان 8.6 ٿئي ٿي. اُن جي پير جون آڱريون ڳنڍيل، مُڙيل ۽ ڪُنڊيدار هونديون آهن، جيڪي گلابي/ ڳاڙهي رنگ جون ٿين ٿيون.



هن جي پٺي ۽ پيٽ سميت سڄو جسم اڇو هوندو آهي ۽ ڳاڙهي چوٽي اکين جي پويان شروع ٿيندي آهي. هن پکيءَ جي چهنب پيلي رنگ جي ۽ ان جو پيچ ڪڪڙ وانگر وريل ٿيندو آهي. هن جا پر 27.3 کان 24 سينٽي ميٽر تائين ٿين ٿا. هي پکي اتر هندستان يا اپکنڊ طرف سياري ۾ ولر ڪري ايندا آهن. هي پکي صبح جو سوير يا شام جو فصلن ۾ غذا ڳوليندو آهي. هي ميداني علائقن ۾، پاٽيات ۽ ڍنڍن واري ماحول ۾ رهندو آهي، خاص ڪري منڇر، حمل، هاليجي ۽ ڪينجهر ڍنڍن تي لهندو آهي.

**سائڏي بالا** (ديهه): تعلقي گنبٽ، ضلعي خيرپورميرس جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ناريجا-1، ناريجا-2، سائڏي بالا، جهنڊو ناريجو، چانڊيا ۽ مراد شاهه.

**سائر جو سوداءُ** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ جي خوبصورت شاعر علي دوست 'عاجز' جي شاعريءَ جو ڪتاب آهي.




شاعر، ڪتاب جو انتساب "سنڌو درياهه وانگي پورالي ۽ من موجي ليکڪ علي بابا جي نانءُ" ڪيو آهي. ڪتاب تي نوجوان دانشور سردار شاهه 'دريا پنڌي دراوڙ' جي عنوان سان مهاڳ لکيو آهي، جنهن ۾ هو شاعر جو تعارف هن ريت ڪرائي ٿو:

"اکين ۾ ڪاڇي جي اُڃ، چپن تي مُرڪ جي سانوڻي، سياءَ ۾ سنڌ جي لوڪ روايت جهڙي سادگي، مهل ۾ روايتي رچ مڙسي، ۽ دل تہ جهڙو ڪر گاج نئين وهي آئي هجي. سفيد وارن ۽ سفيد ڪپڙن ۾، ڪپهہ جي ڦهي جهڙو هي همراه مون کي سدائين زخمن تي مرهم وانگر محسوس ٿيندو آهي." علي دوست جي فن بابت سردار شاهه هن ريت راءِ ڏني آهي: "جڏهن پيار ۽ پورهيو گڏجي، ڪنهن تخليقڪار جي اميج جي تراش ڪندا آهن تہ اهو اميج علي دوست عاجز جي صورت ۾ سامهون ايندو آهي."

علي دوست عاجز، بيت ۽ وائيءَ جي لوڪ ۽ جديد ٽيڪنڪ توڙي روايتن جي سنگم وارين صنفن ۾ 'سنڌو درياهه جو نوحو يا ڪيڏارو' لکيو آهي ۽ آس ڏيکاري آهي تہ شال! سنڌو درياهه، وڏن وهڪرن سان وهندو رهي ۽ پنهنجي پوڻ جو انگ انگ ٺاريندو ۽ شاداب ڪندو رهي!

ڪتاب جو بئڪ ٽائيٽل نصير مرزا لکيو آهي. ڊيمي سائيز جي پڪي جلد ۽ ڊسٽ ڪوَر سان، 150 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سارنگا پبليڪيشن، حيدرآباد، 2013ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 140 روپيا آهي.

**سائري لوئي** (ديهه): تعلقي گنبٽ، ضلعي خيرپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سائري لوئي، پريو مري، مراد ٽانوري، صديق ناريجو پيراٽو، سومر گهمرو، جاگيراٽي، ناريجا، جاگيراٽي ۽ ابڙا.

**سائل ڪوش** (لغت): هيءَ هڪ جلدي لغت، هند ۾ رهندڙ سنڌي ٻوليءَ جي ناميارې عالم ۽ تعليمي ماهر، پروفيسر ستراماداس سوياسنگهه، جڙياسنگهاڻي 'سائل' جي تيار ڪيل آهي، جنهن جو پهريون ڇاپو احمدآباد، گجرات ۾ ڇپيو ۽ ٻيو ڇاپو ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد، سنڌ، سال 2009ع ۾ ڇاپي پڌرو ڪيو آهي. سنڌيءَ جا ڪيترا اهم ۽ متروڪ لفظ هن لغت ۾ موجود آهن. پروفيسر صاحب جي هيءَ لغت ڏارين لفظن کان آجي لغت آهي.

هن ڊڪشنريءَ جو تفصيلي مهاڳ ناميارې اديب ۽ محقق ڊاڪٽر غلام علي الانا لکيو آهي. ان ڪانسواءِ ڊاڪٽر فهميده حسين، ناري ساولاڻي ۽ رام بخشاڻيءَ جا رايا بہ ڊڪشنريءَ ۾ شامل آهن. ڊبل ڪرائون، پڪي ٽائيٽل واري 574 صفحن تي مشتمل هن ڊڪشنريءَ جي قيمت 650 روپيا آهي.

**'سائل' مرزا**: سائل مرزا جو اصل نالو مرزا مراد علي بيگ هو ۽ هو 12هين صدي هجريءَ/ ارڙهين صدي عيسويءَ جو هڪ بهترين مرثيہ خوان، شاعر، حڪيم، مصور ۽ خطاط ٿي گذريو آهي. هن 02 مارچ 1741ع تي ميرزا محمد فاضل بيگ جي گهر ۾، ٺٽي ۾ جنم ورتو. سندس تعلق ترخاني مغلن جي خاندان سان آهي. سندس شجرو هن ريت آهي: ميرزا مراد علي بيگ سائل بن ميرزا محمد فاضل بيگ بن ميرزا

فتح علي بيگ اول بن ميرزا فضل الله بيگ بن ميرزا فتح الله عرف فتحي بيگ بن ميرزا عيسيٰ بيگ ثاني ترخان بن ميرزا جان بابا بيگ بن ميرزا عيسيٰ بيگ اول ترخان.

سائل مرزا، ديني ۽ درسي تعليم مدرسي مان حاصل ڪئي ۽ ننديءَ وهيءَ ۾ ئي پنهنجي والد کان فارسي شاعريءَ جي سکيا حاصل ڪيائين. ويهن سالن جو ٿيو ته سيد ثابت علي شاهه ڪربلائيءَ کان سنڌي زبان ۾ مرثيي جي سکيا ورتائين ۽ ڪيترا سنڌي مرثيا لکيائين. مرزا صاحب پنهنجي استاد سيد ثابت علي شاهه جي ڇوڪريءَ تي سيوهڻ مان شادي ڪئي.

مرزا مراد علي بيگ، سيد ثابت علي شاهه ڪانپوءِ سنڌ جي آڳاٽن مرثيه نگارن ۾ نمايان نظر اچي ٿو. هن سنڌي زبان ۾ مرثيي کي اوليت جو درجو ڏنو، پنهنجو پورو لاڙو مرثيه نگاري ۽ مرثيه خوانيءَ جي فروغ ڏانهن رکيو ۽ سنڌي مرثيه گوئي ۽ مرثيه خوانيءَ جي ترويج لاءِ ڀرپور ڪوششون ڪيون. هن سنڌي، فارسي، عربي ۽ اردو زبان ۾ حمد، نعت، منقبت، قصيدي، مثنوي، رباعي، سلام، مرثيي ۽ نوحن تي سخن آرائي ڪئي آهي. سندس ڪلام مرزا عباس علي بيگ جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي. سنڌ جي نامور محقق ۽ تاريخدان مرزا عباس علي بيگ سنڌ ۾ سڀ کان پهرين پنهنجي ڏاڏي مرزا سائل جي استاد سيد ثابت علي شاهه جو سمورو ڪلام تفصيلي احوال سميت ترتيب ڏئي، 1984ع ۾ 'ڪليات ثابت' جي نالي سان شايع ڪرايو. مرزا سائل جي ڪلام مان پنج مرثيه مرزا فتح علي بيگ 'پنج مرثيه' جي نالي سان مرتب ڪري، 'بزم فتح' پاران 2004ع ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا آهن ۽ باقي سندس سمورو ڪلام ميرزا عباس علي بيگ جي ڪتب خاني ۾ قلمي صورت ۾ محفوظ آهي. مرزا سائل حڪمت جو به وڏو ڄاڻو ۽ ماهر هو. هن سنڌي زبان ۾ حڪمت تي هڪ ضخيم ڪتاب 'طب مراد' جي نالي سان (ٻن ڀاڱن تي مشتمل) تحرير ڪيو، پر اڄ ناپيد آهي.

سندس مرثيه خواني ۽ مذهبي خدمتن جي واڪاڻ ٻڌي خيرپور رياست جي والي مير سهراب خان کيس مرثيه خوانيءَ لاءِ خيرپور ۾ گهرائي رهايو، جتي هو محلا سيد علي رضا شاهه ۾ جاءِ، مسجد ۽ امام بارگاهه ٺهرائي اچي آباد ٿيو. جيڪي اڄ ڪي هلي سندس فرزند مرزا فتح علي بيگ، حيدرآباد اچڻ وقت آخوند محمد عالم جي اولاد جي حوالي ڪيون.

مرزا مراد علي 'سائل'، 07 سيپٽمبر 1827ع تي خيرپور ميرس ۾ وفات ڪئي. سندس هڪ مرثيي جو هڪ بند هيٺ ڏجي ٿو:

هاءِ بانوءَ جو لال اڄ ٿو مري،
تشنہ لب خرد سال اڄ ٿو مري،
طفل هو خستہ حال اڄ ٿو مري،
اصغر نونهال اڄ ٿو مري،
ان جي امان جا دل جلي آهي،
پينگهي وٽ ويٺي هيڪلي آهي.

**سائنس** (Science): 'سائنس' لفظ اصل ۾ لاطيني ٻوليءَ جي لفظ 'سائينشا' (Scientia) تان ورتل آهي ۽ ان جي معنيٰ ڄاڻ، علم، پروڙ ۽ گيان آهي. اصطلاحي طور سائنس مان مراد اهڙي ڄاڻ ورتي وڃي ٿي، جيڪا اڀياس يا عملي طرح حاصل ڪئي وئي هجي ۽ اها جديد عقلي ڪسوٽين ۽ طريقن سان پرکي سگهجي. ٻين لفظن ۾ سائنس، علم حاصل ڪرڻ جو هڪ سرشتو آهي ۽ اهڙي سرشتي هيٺ مشاهدن ۽ تجربن رستي قدرت جي مانڊاڻن کي نروار ۽ بيان ڪري سگهجي



ٿو. سائنس جو عام طرح مطلب آهي ته ڪنهن ڪيتر جو ترتيبوار/ سٽائتو اڀياس يا اهڙي اڀياس مان حاصل ڪيل ڄاڻ. سائنس کي اڪثر نج سائنس (pure science) سڏبو آهي ته جيئن ان کي اطلاقي (applied) سائنس کان ڌار ڪري سگهجي. ان ڪري سائنس کي ٻن مکيه شاخن ۾ ورهايو ويو آهي:

(1) فطري سائنس (Natural Sciences): قدرتي دنيا جو اڀياس،

(2) سماجي سائنس (Social Sciences): انساني سڀاءَ ۽ سماج جو اڀياس.

**سائنس جي مختصر تاريخ:**

**يونان جي اوائلي سائنس:** يوناني اوائلي سائنسدان هئا. يوناني فلسفين ان ڳالهه جي وضاحت پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته دنيا ڇا جي ٺهيل آهي ۽ اها ڪيئن هلي ٿي. امپيڊوڪليز (434- 494 ق. م Empedocles) بيان ڪيو ته دنيا چئن عنصرن (elements) يعني مٽي، باهه، پاڻي ۽ هوا جي جڙيل آهي. ارسطوءَ (322-384 ق. م) انهن چئن عنصرن جي مٽي کي قبول ڪيو. ان ڪانسواءِ سندس اهو به ويساهه هو ته سج، چنڊ ۽ گرهه هڪ پنجين قسم جي عنصر جا ٺهيل آهن ۽ اهي تبديل نه ٿي سگهندڙ آهن. ارسطو حيوانات (zoology) جو اڀياس ڪيو ۽ جانورن جي درجي بندي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ارسطوءَ جو اهو به ويساهه هو ته، جسم چئن پاڻيٺن/ رطوبتن جو ٺهيل آهي، جيڪي چئن عنصرن سان مشابهت رکندڙ آهن ۽ اهي بلغم (phlegm)، رت (blood)، پت (yellow bile) ۽ سودا (black bile) آهن. جڏهن ڪنهن به فرد ۾ انهن چئن رطوبتن مان ڪا به هڪ رطوبت وڌي وڃي ٿي ته هو بيمار ٿئي ٿو. جيتوڻيڪ انهن مان سندس کي ويچار غلط هئا، پر تنهن هوندي به يونانين ڪيترين سائنسي کوجنائون ڪيون. هڪ اهڙي يوناني ڏاهي آرسٽارڪس (Aristarchus) جو ويساهه هو ته ڌرتي، سج جي چوگرد گردش ڪري ٿي، پر بدقسمتيءَ سان سندس انهيءَ مٽي سان ڪو به

سهمت نه ٿيو. اهڙيءَ طرح اراٽاسٿينيز (194- 276 ق. م Eratosthenes) زمين جو گهيرو ڪڍيو.

**عربن جي سائنس:** عربن ۾ ڪيترا وڏا سائنسدان پيدا ٿيا، جن ۾ رياضيدان الخوارزمي (850- 790 ق. م Al-Khwarizmi) هو. القندي (Al-Kindi 801-866) فلسفي ۽ الفرغاني (Al-Farghani) علم فلڪيات جو ماهر هو. الرازي (Al-Razi, 824-925) ۽ ابن سينا (Ibn-e-Sina, 980-1037) ٻه نامور طبيب هئا. الصوفي (986- 903 Al- Sufi) پنهنجي دور جو علم فلڪيات جو ماهر هو. ابن الهيشم (Al-Haytham 965-1040) ٻه هڪ اهڙو سائنسدان هو، جنهن اها ڳالهه سمجهائي ته جسم جي متاچرن تان روشني موٽ ڪائي اکين تائين اچي رسي ٿي. ساڳئي وقت هن اها حقيقت ٻه بيان ڪئي ته روشني سڌين ليڪن جي صورت ۾ سفر ڪندي آهي.

**سنڌو سڀيتا ۾ علم رياضي ۽ سائنس:** سنڌو سڀيتا جا رهواسي شين ٺاهڻ، ماپڻ، تورڻ ۽ وقت ڪٿڻ جا ماهر هئا ۽ اهڙا حساب بلڪل پورٽٽا سان ڪري سگهندا هئا. اهي انهن ٻهرين ماڻهن منجهان هئا، جن وزن ۽ ماپن جو هڪجهڙو سرشتو جوڙيو. سندن جوڙيل ماپ سرشتن کي انتهائي درست سڏيو وڃي ٿو جڏهن ته سنڌو ماٿر جي مختلف حصن مان ملندڙ شين/ جسمن جي پيٽ ڪرڻ سان انهن ۾ وڏو فرق محسوس ٿئي ٿو. ننڍي ۾ ننڍي پٽي (division) جنهن جي عاج جي هڪ Scale رستي نشاندهي ڪيل آهي، اها لوٿل (Lothal) مان لڌي وئي آهي ۽ اٽڪل 1.704 ملي ميٽرن جي آهي. جيڪا ڪانسيءَ (Bronze) جي ننڍي ۾ ننڍي پٽي ڏٺي وئي آهي. هڙپا جا انجنيئر هر عملي ماپ لاءِ ڏهائي سرشتو ڪتب آڻيندا هئا، جنهن ۾ وزن جي تور ٻه اچي وڃي ٿي، جيڪا سندن مڪعب (hexahedron) وٽن مان ظاهر ٿئي ٿي.

اهڙا پٿريلا وٽ، 1:2:4 جي 0.05، 0.1، 0.2، 0.5، 1، 2، 5، 10، 20، 50، 100، 200 ۽ 500 ايڪن (Units) جي درست نسبت ٻڌائيندڙ هئا ۽ اهڙو هر ايڪو اٽڪل 28 گرامن جو انگلنڊ جي آئونس (Ounce) يا يونان جي انڪيا (Uncia) جيترو هوندو هو. ننڍڙا جسم ٻه ساڳئي نسبتي وزن ۾ توريا ويندا هئا، جن جو ايڪو 0.871 يونٽن جو هوندو هو. جڏهن ته ٻين تهذيبن جيان اهڙيون ماپون، سڄي خطي ۾ هڪجهڙيون نه هونديون هيون. گهٽو پوءِ (4 صدي ق. م ۾) چاڻڪيا جي ارٿ شاستر (Kautilya's Arthashastra)۾ ماپ ۽ تور لاءِ ٻه اهي طريقا استعمال ڪيا ويندا هئا، جيڪي لوٿل ۾ ڪتب ايندڙ هئا.

هڙپا جي منفرد ايجادن ۾ هڪ اهڙو اوزار ٻه هو جيڪو افق (horizon) ۽ ٽائيڊل لاڪ (Tidal lock، آسماني جسمن جي چرپر ۽ ان سبب پيدا ٿيندڙ موسمي اثر) جي سيني پهلوئن کي ماپڻ ۽ جاچڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو. هڙپا جي رهواسين، ڌاتوگيريءَ جا ڪجهه نوان طريقا ٻه متعارف ڪرايا. هنن ٽامو ڪانسي، شيهو ۽ جست ٺاهيو.

2001ع ۾ مهرڳڙه مان قديم آثارن جي ماهرن کي ٻن ماڻهن جي باقيات جي ڪيل سائنسي اڀياسن مان خبر پئي ته سنڌو ماٿر جي ماڻهن کي هڙپا جي اوائلي دؤر کان وٺي ڏندن جي بيمارين ۽ علاج (Proto dentistry) جي علم جي ڄاڻ هئي ۽ ان جا ماهر هئا. هڪ جڳ مشهور سائنسي جنرل 'نيچر' (Nature: 2006; 440; 755- 756) ۾ ڇپيل هڪ تحقيقي مضمون ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ڪنهن انساني ڏند (زنده انسان) ۾ سوراخ ڪرڻ جو اوائلي (۽ ٻهرئين شروعاتي نيولٿڪ دؤر) ثبوت مهرڳڙه مان ملي ٿو. اهڙيون 9 ماڻهن جون يارهن ڏاڙهون مهرڳڙه جي نيولٿڪ (Neolithic) پٿر جي آخري دؤر (جڏهن مال پالڻ شروع ٿيو. زراعت زور ورتو. ٺڪر جا ٿانو ۽ ڪپڙو ٺهڻ شروع ٿيو/ پٿر جي دؤر جو تهذيبي دؤر) جون قبرستان مان مليون آهن. جيڪي 7500 کان 9000 سال آڳاٽيون آهن. تحقيق ڪندڙن مطابق اهڙين ڪوڃنائن مان ڄاڻ پوي ٿي ته هن خطي جي اوائلي زراعت ڪندڙن ۾ ڏندن جي بيمارين ۽ علاج جي سائنسي ڄاڻ هئي.

باناوالي (Banawali) مان سون جي ليڪن واريون اهڙيون ڪسوٽيون ٻه لڌيون آهن، جيڪي شايد سون جي نج هئڻ جي پرک لاءِ استعمال ڪيون وينديون هيون. اهو طريقو ننڍي کنڊ جي ڪيترن هنڌن تي اڄ ٻه مروج آهي.

**16 ۽ 17 صديءَ ۾ آيل سائنسي انقلاب:** ٻيءَ صدي عيسويءَ ۾ جاگرافيدان ۽ فلڪيات جي ماهر ٽالميءَ (Ptolemy) ٻڌايو ته هيءَ زمين ڪائنات جو مرڪز آهي ۽ سج ۽ ٻيا گرهه زمين جي چوڌاري گردش ڪن ٿا. سورهين صدي عيسويءَ ۾ پولينڊ جي هڪ پادريءَ نڪولس ڪاپرنيڪس (Nicolaus Copernicus: 1473-1543) محسوس ڪيو ته اها ڳالهه درست نه آهي، پر ڌرتي ۽ ٻيا گرهه سج جي چوگرد گردش ڪن ٿا. سنڌس اهو متو سندس زندگيءَ ۾ شايع ٿي نه سگهيو.

سورهين صديءَ جو هڪ ٻيو عظيم فلڪياتدان ٽائيڪو (Tycho Brahe, 1546- 1601) هو پر هن ڪڏهن ٻه ڪاپرنيڪس جي متي کي تسليم نه ڪيو. ان بدران ٽائيڪو جو چوڻ هو ته سج، ڌرتيءَ جي چوگرد ۽ ٻيا گرهه سج جي چوڌاري گردش ڪن ٿا. 1572ع ۾ 'برا' نالي فلڪياتي ماهر هڪ نئين ستاري نووا (Nova) جو مشاهدو ڪيو. مشهور يوناني فلسفي ارسطوءَ جو خيال هو ته آسمان اڻ مٽ آهن ۽ تبديلي ۽ تباهي رڳو زمين تي ٿئي ٿي.

'برا' ڪانپوءِ جوهنز ڪيپلر (Johannes Kepler, 1571-1630) جو دور آيو. سورهين صدي عيسويءَ ۾ ماڻهن جو ويساهه هو ته سڀ گرهه هڪ گول جي صورت ۾ گردش ڪن ٿا، جڏهن ته ڪيپلر ثابت ڪري ڏيکاريو ته اهي سج جي چوگرد بيضوي انداز ۾ گردش ڪن ٿا ۽ جيئن جيئن سج جي ويجهو ٿيندا وڃن ٿا ته سندن حرڪت تيز ٿيندي وڃي ٿي. ان سلسلي ۾ ڪيپلر، 1609ع ۾ گرهن جي چرپر جا ٻه اصول شايع ڪيا ۽ ٽيون اصول 1619ع ۾ شايع ڪرايو. ان کانسواءِ ڪيپلر روشنيءَ جي خاصيتين (optics) تي ٻه هڪ ڪتاب شايع ڪرايو.

ان دور جو هڪ نامور سائنسدان گئليليو (Galileo) ٿي گذريو آهي. ارسطوءَ خيال پيش ڪيو ته جيڪڏهن ٻه جسم، جن مان هڪ هلڪو ۽ ٻيو ڳرو هجي، ڪنهن مٿانهينءَ کان هيٺ ڪيرائبا ته انهن مان ڳرو زمين تي اڳ ۾ اچي رسندو. ان مٿي جي مشاهدي ڪرڻ لاءِ جڏهن گئليليو ٻن مختلف وزنن وارا جسم، پيزا ٽاور تان هيٺ اڇلايا ته ٻئي ساڳئي وقت تي اچي پٽ تي ڪريا. ان ڪري عالم ان نتيجي تي پهتا ته ارسطو جو ويچار غلط هو.

1609ع ۾ گئليليو کي هالينڊ ۾ ٿيل هڪ نئين ايجاد جي ڄاڻ پئي ته اتي هڪ شخص هانز لپرشي (Hans Lippershey) دوربين (telescope) ٺاهي آهي. گئليليو پنهنجي هڪ دوربين ٺاهي هئي، جنهن ۾ هن سڌارو آندو ۽ هو دوربين رستي ڪيترين ئي اهڙين شين ڏسي سگهيو، جيڪي عام اک ڏسي نه پئي سگهي. هن سڀ کان اڳ اهڙا ڪيترا ستارا ڏٺا، جيڪي دوربين کانسواءِ نظر نٿي آيا. ڪيترن قديم يونانين جو ويساهه هو ته چنڊ جو مٿاڇرو لسو آهي، پر جڏهن گئليليو پنهنجي دوربين سان چنڊ جي مٿاڇري جو مشاهدو ڪيو ته اهو ڪيس هيٺ مٿانهون، جبلن ۽ کڏن سان ڀريل نظر آيو. ان کانسواءِ هن مشتري (Jupiter) گرهه جي چوڌرد چار ننڍڙا چنڊ به گردش ڪندي ڳولي لڌا. ان وقت جون اهي حيران ڪن ڪوجنائون هيون، ڇاڪاڻ ته ڪنهن کي به اها ڄاڻ نه هئي ته سواءِ ڌرتيءَ جي، ٻين گرهن کي به ڪي چنڊ آهن. 1610ع ۾ گئليليو هڪ ڪتاب 'سائيڊيريس نمسيو' (Siderius Nuncius) نالي لکيو هي اُهو دور هو جڏهن فلڪيات جا ماهر سج جي داغن (sun spots) تي بحث ڪندا رهندا هئا. انهن داغن لاءِ هڪ جرمن سائنسدان ڪرسٽوف شائنر (Christoph Scheiner) جي دعويٰ هئي ته اهي سج جا اپگرهه (satellites) آهن. جڏهن ته 1613ع ۾ گئليليو واضح ڪيو ته اصل ۾ اهي سج جي مٿاڇري تي سج جا داغ آهن. ڪوپرنيڪس ان ڳالهه جا به دليل پيش ڪيا ته، زمين ۽ ٻيا گرهه سج جي چوڌرد گردش ڪن ٿا. شروعات ۾ عيسائي ڪليسا ان مٿي تي ڪجهه به نه چيو پر اڳتي هلي 1616ع ۾ ڪاپرنيڪس جي ان مٿي کي مذهبي عقيدي جي خلاف سڏيو.

گئليليو ڪاپرنيڪس جي مٿي جو پڪو حامي هو. 1932ع ۾ هن هڪ ڪتاب شايع ڪرايو The Dialogue Concerning the Two Chief World Systems، جنهن جي نتيجي ۾ روم ۾ ڪيس پوپ جي آڏو پيش ٿيڻ جو حڪم ڏنو ويو. گئليليو 1633ع ۾ روم پهتو ڪيس ڪوپرنيڪس جي مٿي کي ترڪ ڪرڻ يا ڄٽ سهڻ لاءِ چيو ويو. گئليليو مجبور ٿي ڀهرين ڳالهه جي حامي ڀري، پر تنهن هوندي به ڪيس سڄيءَ عمر لاءِ نظربند ڪيو ويو.

تاريخ جي ان دور تائين طبي ماهر انساني جسم جي ڪم ڪار کي سمجهڻ لاءِ ڪافي اڳڀرائي ڪري چڪا هئا. 1638ع ۾ وليم هاروي- پنهنجون ڪوجنائون شايع ڪرايون ته ڪيئن جسم ۾ رت گردش ڪندو رهي ٿو. ان ڏس ۾ روم جي گئلن (Galen) ٻڌايو ته رت، دل جي هڪ پاسي کان ٻئي پاسي ڏانهن هڪ پردي (septum) رستي پهچي ٿو. جڏهن ته 1555ع ۾ هڪ نامياري سرجن وسيليس (Vesalius) ان نتيجي تي پهتو ته دل ۾ اهڙو ڪو به سوراخ موجود نه آهي ۽ رت، دل جي هڪ پاسي کان ٻئي پاسي تائين ان طريقي سان رسي نه ٿو سگهي. 1559ع ۾ ريئلڊو ڪولمبو (Realdo Colombo) اهڙو مشاهدو ڪري ڏيکاريو ته اصل ۾ رت، دل جي هڪ پاسي کان ٻئي پاسي تائين ڦڦڙن رستي پهچي ٿو. اڳتي هلي وليم هاروي چٽيءَ طرح سمجهي چڪو ته اصل ۾ دل هڪ مشڪائون پمپ آهي ۽ اها جڏهن جڏهن ڪوئنجي ٿي ته رت ڌڪي ٿي. ان ڪانپوءِ هن اهو به اندازو لڳايو ته هر ڀيري جي ڪوئنجڻ سان دل ڪيترو رت ڌڪي ٿي.

گئلن جو اهو به ويساهه هو ته جسم سدائين نئون رت جوڙيندو رهي ٿو ۽ پراڻي رت کي ختم ڪري ڇڏي ٿو بلڪل ائين جيئن موٽر گاڏي تيل استعمال ڪري ڇڏي ٿي. جڏهن ته هاروي ٻڌايو ته رت سڄي جسم ۾ گردش ڪندو رهي ٿو.

سترهين صدي عيسويءَ ۾ طب لاءِ خوردبين وڏي ڪارائتي ثابت ٿي جيڪا 16 صديءَ جي آخر ڌاري وجود ۾ آئي هئي. 1658ع ۾ جان سوامرڊم (Jan Swammerdam) پهريون ڀيرو رت جي ڳاڙهن سيلن/ جزن (Red Blood Corpuscles) جو مشاهدو ڪيو. 1661ع ۾ مارسيلو ملفيگي (Marcello Malpighi) رت جون وار نليون (capillaries) ڳولي لڌيون. 1665ع ۾ رابرٽ هُوڪ (Robert Hooke, 1635-1703) اهو پهريون شخص هو، جنهن پنهنجي ڪتاب 'مائيڪروگرافيا' (Micrographia) ۾ جيوگهرڙن/ سيلن (cells) جو ذڪر ڪيو. ان دوران برطانيا جي هڪ پراڻي سائنٽيفڪ سوسائٽي 1645ع ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو جڏهن فلسفين ۽ رياضيدانن جي هڪ جماعت گڏجاڻيون ڪري سائنس يا فطري فلسفي تي بحث مباحثا ڪندي هئي. چارلس II سائنس ۾ دلچسپي رکندڙ هو. تنهنڪري هن سوسائٽيءَ جو دستور/ چارٽر منظور ڪيو، جنهن سبب سوسائٽي اڳتي هلي رائل سوسائٽي (Royal society) سڏجڻ لڳي.

سر آئزڪ نيوٽن (Issac Newton) کي برطانيا جو هڪ وڏو سائنسدان سمجهيو وڃي ٿو. 1668ع ۾ هن هڪ عڪسي دوربين (reflecting telescope) ايجاد ڪئي ۽ 1687ع ۾ پنهنجو هڪ شهپارو Philosophiae Naturalis Principia Mathematica شايع ڪرايو هن ڪشش (gravity) ۽ حرڪت جا قانون (laws of motion) پيش ڪيا. نيوٽن هڪ عالمي زور/ ڪشش جو تصور پيش ڪيو جيڪا هن سنسار ۾ موجود هڙني شين کي هڪٻئي ڏانهن ڇڪيندي رهي ٿي. سندس پيش ڪيل ڪشش جو مٿو، گرهن جي چرپر جو بيان ڪري ٿو. 1704ع ۾ نيوٽن جو روشنيءَ تي 'آپٽڪس' (Opticks) نالي هڪ ڪتاب شايع ٿيو، جنهن ۾ هن ٻڌايو ته سفيد روشني ڪيترن رنگن جي ٺهيل آهي. ان عرصي دوران سندس روشنيءَ تي هڪ ٻيو به ڪتاب شايع ٿيو.

سترهين صديءَ جي آخر ڌاري ہيا بہ ڪيترائي سائنسدان ڪم ڪندا رهيا.

ڪرسچن هائيجنس (Christiaan Huygens, 1626-1695)، 1655ع ۾ ٽائيٽن (Titan)، چنڊ ۽ زحل (Saturn) ڳولي لڌا. 1656ع ۾ هن پهريون پيرو پينڊوليم وارو گهڙيال ٺاهيو، جنهن رستي وڌ ۾ وڌ حد تائين وقت جي درست ماپ ڪرڻ ممڪن ٿي سگهي. آنٽون وان ليونهوڪ (Antonie van Leeuwenhoek, 1632-1723) هڪ خوردبين ٺاهي، ان رستي ڪيترا مشاهدا ڪيا. ان عرصي دوران، 1661ع ۾ رابرٽ بوائل (Robert Boyle, 1627-1691) جو ڪتاب 'The Sceptical Chymist' شايع ٿيو، جنهنڪري جديد ڪيميسٽريءَ جو بنياد پيو. بوائل، يوناني فلسفي ارسطوءَ جو اهو تصور رد ڪيو تہ دنيا چئن عنصرن هوا، باهہ، پاڻي ۽ مٽيءَ جي ٺهيل آهي. بوائل پنهنجي هڪ متي، 'بوائلس لا' (Boyle's Law) سبب جڳ مشهور آهي.

ارڙهين صديءَ دوران علم ڪيميا (Chemistry) جي ڪيترن ۾ وڌيون اڳيرايون ٿيون. 1751ع ۾ ايڪسل فريڊرڪ ڪرونسٽيٽ (Axel Fredrik Cronstedt) نڪل (nickel) ڌاتو ڳولي لڌو. 1766ع ۾ هينري ڪيونڊش (Henry Cavendish, 1731-1810) هائڊروجن الڳ ڪئي ۽ ان جي خاصيتن جو اڀياس ڪيو. هن ڌرتيءَ جي ڳوڙهائپ جي بہ ڪٿ ڪئي. 1772ع ۾ ڊينيئل ردرفورڊ (Daniel Rutherford) نائٽروجن ڳولي لڌي. جوزف پريسٽلي (Joseph Priestly, 1733-1804) ۽ ڪارل ولهم شيل (Karl Wilhelm Scheele, 1742-1786)، 1772ع ۾ آڪسيجن ۽ 1756ع ۾ جوزف بلئڪ (Joseph Black, 1728-1799) ڪارباندا‌ءِ آڪسائيڊ ڳولي لڌي. ارڙهين صديءَ جو سڀ کان مهان ڪيميادان، اينٽوني لاوائزيئر (Antoine Lavoisier, 1743-1794) هو، جنهن اها دريافت ڪئي تہ آڪسيجن جي ٻرڻ دوران اها ہن مادن سان ملي ٿي. هن ساهہ کڻڻ ۽ ڌاتن جي ڪسجڻ دوران آڪسيجن جي ڪردار جو بہ اڀياس ڪيو.

ارڙهين صديءَ دوران ئي ماڻهن اهو سمجهڻ شروع ڪيو تہ هيءَ ڌرتي تمام آڳاٽي آهي. پون وگيان (Geology) ۾ هڪ اهم تبديلي 1785ع ۾ تڏهن آئي جڏهن جيمس هٽن (James Hutton 1726-1797)، ڌرتيءَ جي ڪهاڻيءَ تي مشتمل هڪ ڪتاب Theory of the Earth لکيو. 1781ع ۾ فلڪيات جي هڪ ماهر وليم فريڊرڪ هرشل (Frederick William Herschel, 1738-1822) يورينس (Uranus) گرهہ ڳولي لڌو ان ڪانپوءِ 1784ع ۾ جان گڊرڪ (John Goodricke, 1764-1786) ڪيترائي ستارا ڳولي لڌا.

ارڙهين صديءَ جا ٻہ وڏا حياتدانَ (Biologist): جارج لُئيس لڪلير ڪام ڊي بوفو (Georges Louis Leclerc, Comte de Buffon, 1707-1788) ۽ ڪارل نيلسن لينيئس (Carl Nilsson Linnaeus, 1707-1778) هئا. بوفو، فرانس جو رهواسي هڪ فطرتدان، رياضيدان، علم فلڪيات جو ماهر ۽ گهڻ رخو ليکڪ هو، جنهن پنهنجي ڪتاب 'Histoire Naturelle' جا 36 جلد شايع ڪرايا، جنهن جا وڌيڪ جلد سندس موت ڪانپوءِ ہن ڏهاڪن دوران شايع ٿيندا رهيا. هن لاءِ چيو ويندو آهي تہ هو ارڙهين صديءَ جي پوئين اڌ ۾ 'فطرتي تاريخ' جي سمورن خيالن جو ابو آهي.

لينيئس، سويڊن جو نباتات جو ماهر ۽ پهريون سائنسدان هو جنهن جاندارن (ٻوٽن ۽ جانورن) کي ہتن سائنسي نالن ڏيڻ جو بنياد وڌو. انهن مان هڪ جينس (genus) ۽ ہيو اسپيشيز (species) سڏجي ٿو. هن 1735ع ۾ سائنسي نالن ڏيڻ جي سرشتي تي 'سسٽيما نيچرا' (Systema Naturae) نالي هڪ ڪتاب شايع ڪرايو. جيتوڻيڪ اهڙو سرشتو گهٽي ڀاڱي ٻوٽن تي ٻَڌل هو، پر ان هوندي بہ اهو نباتات جي ماهرن لاءِ گهڻو ڪارائتو ثابت ٿيو. 1753ع ۾ هن 'اسپيشيز پلانٽيرم' (Species Plantarum) نالي ڪتاب شايع ڪرايو، جنهن ۾ هن گلدار ۽ فرن (fern) ٻوٽن جي اسپشيز جا مڪمل سائنسي نالا ڏنا.

ان زماني ۾ ڪيترن سائنسدانن بجليءَ تي کوجنائي ڪم شروع ڪيو. 1746ع ۾ پيٽرس وان مسچنبروڪ (Petrus Van Musschenbroek) بجليءَ کي گڏ ڪرڻ جو طريقو ڳولي لڌو، جنهن کي ليڊين جار (Leyden Jar) سڏيو ويو. 1752ع ۾ بينجامن فرئنڪلن (Benjamin Franklin) ثابت ڪري ڏيکاريو تہ وڄ، بجليءَ جو هڪ قسم آهي. 1800ع ۾ اليسينڊرو وولٽا (Allessandro Volta, 1745-1827) بيٽري ايجاد ڪئي. جڏهن تہ ارڙهين صديءَ دوران طب جي دنيا ۾ ڪا خاص ترقي نہ ٿي سگهي. ڊاڪٽرن کي ان وقت تائين ان ڳالهہ جي ڄاڻ نہ هئي تہ ڪهڙن سببن جي ڪري بيمارين ۽ روڳ پيدا ٿين ٿا. جڏهن تہ ڪيترا اجا جسم جي چئن رطوبتن تي ويساهہ ڪندڙ هئا. جيتوڻيڪ اهو ويچار ارڙهين صديءَ دوران ختم ٿي چڪو هو. ڪيترن ڊاڪٽرن/ طبيبن جو ويچار هو تہ بيمارين مياسما (miasma) يعني هوا ۾ موجود گندين ۽ غليظ گئسن سبب ٿين ٿيون.

**19 صديءَ جي سائنس:** 19 صديءَ دوران سائنس جي ڪيترن ۾ زبردست ترقي ٿي. جان ڊالٽن (John Dalton) 1803ع ۾ پنهنجو ائٽمي متو شايع ڪرايو، جنهن مطابق مادو تمام ننڍ ۽ اڻورچندڙ جزن جو ٺهيل ٿئي ٿو. ڊالٽن اها ڳالهہ بہ پيش ڪئي تہ، مختلف عنصرن جو مختلف وزن ٿئي ٿو ان ڪانسواءِ ڊالٽن رنگ ڪوري (colour blindness) جو بہ اڀياس ڪيو. 1827ع ۾ هڪ جرمن ڪيميادان فريڊرڪ وورلر (Friedrich Wohler, 1800-1882) اليومينيم کي الڳ ڪيو. 1828ع ۾ يوريا (urea) کي غير نامياتي ڪيميائي مادن مان الڳ ڪيو ويو. هڪ روسي سائنسدان ڊمٽري مينڊليو (Dmitri Mendeleev)، 1869ع ۾ مُدتي جدول (Mendeleevs' Periodic Table) تيار ڪئي، جنهن ۾ ان وقت جي موجود سمورن عنصرن کي سندن ائٽمي وزن آهر ترتيب سان رکيو ويو. ان عرصي دوران ماڻهن بجليءَ جي مهارت حاصل ڪرڻ شروع ڪئي.

1819ع ۾ هئنز ڪرسچن اُرسٽيڊ (Hans Christian Orsted) اهو مشاهدو ڪيو ته ڪنهن تار ۾ موجود بجليءَ جي وهڪ، ويجهو رکيل ڪمپاس جي سُئيءَ ۾ چرپر پيدا ڪري ٿي. هڪ انگريز مائيڪل فيراڊي (Michael Faraday) 1831ع ۾ ڊائنامو (dynamo) تيار ڪيو. 1847ع ۾ هڪ جرمن، آرمينيس وان هيلمهوٽز (Hermann von Helmholtz) توانائي سانڍڻ (conservation of energy) جو هڪ متو ڏنو. جنهن تحت ٻڌايو ويو ته توانائي ڪڏهن به ضايع نٿي ٿئي، پر اها هڪ نموني مان ٻئي ۾ مٽجي سگهي ٿي. 1851ع ۾ هن آفٿلمو اسڪوپ (ophthalmoscope) تيار ڪيو. ان عرصي دوران جيالاجيءَ جي ڪيتر ۾ وڌ ۾ وڌ اڳيرايون ٿيون.

1831ع ۾ چارلس ڊارون، بيگل (Beagle) نالي ٻيڙي تي پنهنجو سفر شروع ڪيو. فيبروري 1832ع ۾ ٻيڙو، برازيل پهتو. ڊارون ڏکڻ آمريڪا جي مختلف ماڳن تي ٽن سالن تائين گوناگون جيوت جا مختلف نمونا گڏ ڪندو رهيو. 1835ع ۾ بيگل، گالاپاگوز (Galapagos) ٻيٽن جو رخ ڪيو. ڊارون اتان جي مقامي ماڻهن جي اها ڳالهه ٻڌي حيران ٿي ويو، جڏهن اهي ڪيس ڪو ڪچون ڏسي ٻڌائي سگهندا هئا ته اهو ڪهڙي ٻيٽ تان آيو آهي. انهن ٻيٽن تي ڊارون 'طوطي جهرڪين' (Finches) جو به اڀياس ڪيو. هر هڪ ٻيٽ تي طوطين جي مختلف جنس/ اسپيشيز موجود هئي. اڳتي هلي ڊارون ان نتيجي تي پهتو ته سڀئي طوطيون هڪ جنس مان پيدا ٿيون آهن. اتان جي هر ٻيٽ تي طوطيون ٽڙي پکڙي ويون ۽ وقت سان ڪجهه نراليون ۽ مختلف ٿي ويون هيون.

1836ع ۾ ڊارون کي ويساهه ٿيو ته، جانورن جون جنسون مٽجي سگهجن ٿيون. هن اهو به مشاهدو ڪيو ته، اهڙي هر اسپيشيز جو فرد مختلف ٿئي ٿو ته سڀ جانور زندهه رهڻ جي جتن ۾ هڪٻئي سان چٽاڀيٽي به ڪندا رهن ٿا. جيڪڏهن ڪنهن طريقي سان ماحول ۾ ڪا تبديلي اچي ٿي ته اهو ان موجب پاڻ بدلائي ٿو ۽ انهن ۾ جيڪو سگهارو هوندو، سو بچي سگهندو. جنهن کي اڳتي هلي 'جيڪو ڏاڍو سو گابو' (survival of the fittest) جو قانون سڏيو ويو. ڊارون جو هڪ ڪتاب 'دي اوريجن آف اسپيشيز' (The Origin of Species) 1859ع ۾ ڇپيو. 1866ع ۾ آسٽريليا جي هڪ راهب، يوهان گريگر مينڊل (Gregor Johann Mendel)، مٽرن تي ڪيترا تجربا ڪري موروثيت جا قانون (Laws of Hereditary) بيان ڪيا. 19 صديءَ جي شروع ٿيڻ سان طب ۽ سرجريءَ ۾ وڏيون ڪوجنائون ٿيون ۽ وڏا سڌارا واڌارا آيا. 19 صديءَ ۾ برطانيا ۾ سال 1832ع، 1848ع، 1854ع ۽ 1866ع ۾ ڪالرا جي وبا پکڙي. سال 1854ع ۾ جان سنو (John Snow) ثابت ڪيو ته ڪالرا جو جيوڙو پاڻيءَ رستي پکڙجي ٿو. اڳتي هلي لوئي پاسچر (Louis Pasteur) ثابت ڪيو ته اهي خوردبيني جيوڙا آهن، جيڪي بيماريون پيدا ڪن ٿا. 19 صديءَ جي شروعات تائين ڪيترن سائنسدانن جو ويساهه هو ته زندگي پاڻمرادو (Spontaneous Generation) پيدا ٿئي ٿي يعني ڪيترين جاندار شيون پاڻمرادو غير جاندارن مان نسري پون ٿيون. 1857ع ۽ 1863ع جي وچ دوران، پاسچر ڪيترن تجربن رستي ثابت ڪري ڏيکاريو ته ائين ٿي نٿو سگهي. 19 صديءَ جي آخر ڌاري علم طبعيات (physics) ۾ وڏي ترقي ٿي. 1873ع ۾ جيمس ڪلرڪ (James Clerk Maxwell) ٻڌايو ته روشني هڪ برق مقناطيسي (electromagnetic) لهر آهي. هن اها به اڳڪٿي ڪئي ته ٻيون به برق مقناطيسي لهرون آهن، جن مان ڪن جون لهرون روشنيءَ کان ڊگهيون ته ڪن جون ننڍيون ٿين ٿيون. ان ڪانپوءِ 1888ع ۾ هائنرڪ هرٽز ثابت ڪيو ته مئڪسيول جون ٻڌايل لهرون وجود رکن ٿيون. 1896ع ۾ هينري بيڪيريل (Henri Becquerel) تابڪاري (radioactivity) ۽ 1898ع ۾ ميري ڪيوري (Marie Curie) ۽ پيئر ڪيوري (Pierre Curie)، ريڊيم (radium) ڳولي لڌو. صديءَ جي پڇاڙيءَ تي ائٽم (atom) تي کوجنا جو ڪم تيزيءَ سان شروع ٿيو. سال 1897ع ۾ جوزف ٿامسن، اليڪٽران (electron) ڳولي لڌو. فلڪيات جي دنيا ۾ جيوساپي پيازي (Giuseppe Piazzi) 1801ع ۾ پهريون اسٽيرائڊ (asteroid) نالي 'سيريس' (Ceres) ڳولي لڌو. 1838ع ۾ فريڊرڪ بيسل (Friedrich Bessel) هڪ ستاري 61- سگني (61 Cygni) جو پهريون ڀيرو مفاصلو ماپيو. جنهن کي بيسلس اسٽار (Bessel's Star) يا پيازيز فلائنگ اسٽار (Piazzi's Flying Star) به سڏجي ٿو. 1846ع ۾ نيپچون (Neptune) گرهه پڻ لڌو ويو.

**20 صدي:** 20 صديءَ دوران سائنس تيزيءَ سان ترقي ڪندي رهي. هن صديءَ دوران سائنسدان ائٽم کي سمجهڻ لڳا. 1910ع ۾ ارنيسٽ رٿرفورڊ (Ernest Rutherford, 1871-1937) ائٽمي نيوڪلئس ڳولي لڌو. کيس ڄاڻ پئي ته ائٽم جو سڄو مادو، اليڪٽرانن سميت ان جي نيوڪليس ۾ موجود آهي، جيڪي ان جي چؤگرد گردش ڪندا رهن ٿا. 1932ع ۾ جيمس شادوڪ (James Chadwick, 1891-1974) نيوٽران ڳولي لڌو.

علم طبعيات ۾ ٻن ذهين ماڻهن، مئڪس پلانڪ (Max Planck) ۽ البرٽ آئنسٽائين (Albert Einstein, 1879-1955) انقلاب آندو. 1900ع ۾ پلانڪ، 'ڪوانٽم ٿيوري' (Quantum Theory) پيش ڪئي ۽ آئنسٽائين، 1905ع ۾ پنهنجو 'اسپيشل رليٽوٽي' (Special Relativity) جو متو ۽ 1927ع ۾ 'جنرل ٿيئري آف رليٽوٽي' (General theory of Relativity) 1915ع ۾ پيش ڪئي. ورنر هائيزنبرگ (Werner Heisenberg) پنهنجو 'غيريقينيءَ واري اصول' (Uncertainty Principle) جو متو پيش ڪيو. جنهن ۾ چيو ويو ته ائٽمي جزن (atomic particles) جي حالت ۽ رفتار جو تعين نٿو ڪري سگهجي. 1915ع ۾ الفرڊ ويگينر (Alfred Wegener) 'ڪانٽينينٽل ڊرفٽ' (Continental drift) جي رٿ پيش ڪئي، جنهن ۾ ٻڌايو ويو ته، دنيا جا سڀ کنڊ ڪنهن جڳهه ۾ ڳنڍيل هئا، پر پوءِ اهي هڪٻئي کان ڇڄي، کسڪي الڳ ٿي ويا.

1926ع ۾ آرٿر انڊنگٽن (Arthur Eddington) ويچار پيش ڪيو تہ سيني ستارن ۾ موجود سگھہ ائٽمي ڌماڪن (nuclear fusion) سبب آهي. 1920ع جي ڌماڪي ۾ ايڊون هبل (Edwin Hubble, 1889-1953) ٻڌايو تہ اسان واري ڪهڪشان بيشمار ڪهڪشائن منجهان هڪ آهي. ساڳئي وقت هن اها ڳالهہ بہ ثابت ڪئي تہ هيءَ ڪائنات پکڙجي رهي آهي. 1930ع ۾ ڪلائيڊ ٽامبو (Clyde Tombaugh) پلوٽو (Pluto) گرهہ ڳولي لڌو. ريڊيو ٽيلي اسڪوپ 1937ع ۾ ايجاد ڪئي وئي، ان عرصي ۾ طب جي دنيا ۾ زبردست ترقي ٿيڻ شروع ٿي. 1928ع ۾ اليگزينڊر فليمنگ (Alexander Flaming, 1881-1955) پينيسيلن (Penicillin) دوا ڳولي لڌي. 20 صديءَ جو سڀ کان نامور طبعيات جو ماهر اسٽيفن هاڪنگ (Stephen Hawking, 1942-) بليڪ هول (Black hole)، رليٽوٽي (Relativity) ۽ ڪاسمالاجيءَ (Cosmology) جي تحقيق سبب مشهور ٿيڻ لڳو. ساڳئي وقت جينيٽڪس (genetics) جي ڪيترن وڏي ترقي ٿيڻ لڳي. 1953ع ۾ فرانسس ڪرڪ (Francis Crick) ۽ جيمس واٽسن (James Watson)، ڊي. اين. اي (deoxyribonucleic acid) جي ٻٽي ويڙهي (double helix) جي جوڙجڪ ڳولي لڌي. 20 صديءَ جي انت تائين جينيٽڪ انجنيئرنگ (genetic engineering) جو خواب ساڀيان ٿيڻ لڳو. فلڪيات جي ڪيتر ۾ 1963ع ۾ ڪوئيزارس (quasars) ۽ 1968ع ۾ نبض وانگر برقي لهرون خارج ڪندڙ تارو 'پلسر' (pulsar) لڌو ويو. 1990ع ۾ هبل اسپيس ٽيلي اسڪوپ (The Hubble Space Telescope) اماڻي وئي. 20 صديءَ جي آخر ۾ پهريون ڀيرو سج کان ٻاهر جا گرهہ لڌا ويا. ساڳئي وقت سائنسدانن سج جا ڪيترائي واڌو ننڍڙا ائٽمي جزا (extra solar subatomic) بہ ڳولي لڌا. 1964ع ۾ مري گيل- مان (Murray Gell-Mann, 1929) ائٽم جي اليڪٽران نيوٽران جي جزن 'ڪوارڪس' (Quarks) جي وجود جي ڳالهہ ڪئي.

رياضيءَ جي مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ پهرين ايجاد انگ ڳڻڻو (Abacus) هو جيڪو 1830ع جي شروعات ۾ انگريز رياضيدان چارلس بي بيج (Charles babbage) جي ڪيلڪيوليٽر واري ايجاد کان ڪي هزار سال اڳ ۾ استعمال ۾ رهيو. پوءِ 1930ع ۾ هڪ آمريڪي انجنيئر Vannerar Bush، هڪ اينالاگ ڪمپيوٽر ٺاهيو جنهن جي هڪ ترقي يافتہ شڪل ٻيءَ مهاڀاري لڙائيءَ دوران جهازن کي ڪيرائڻ واري بندوق جو نشانو وٺڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو.

1944ع ۾ هارورڊ يونيورسٽيءَ جي پروفيسر 'هوورڊ ايڇ. ايڪن' پهريون ڊجيٽل ڪمپيوٽر ٺاهيو جيڪو ميڪانڪي طور تي سست رفتار هو. 1940ع ڌاري پهريون اليڪٽرانڪ ڪمپيوٽر (Electronic Numerical Integrator and Calculator- ENIAC)، پنسلوينيا يونيورسٽيءَ جي ٻن انجنيئرن ٺاهيو جيڪو هڪ سيڪنڊ ۾ پنجن هزارن کان وڌيڪ ڪٽ جوڙ وارا حساب ۽ عمل پورا ڪري ٿي سگهيو. اهو ڪمپيوٽر گاڏين جي ٻن گيراجن جيتري جاءِ والارينڌڙ هو. ڪمپيوٽر جي اچڻ سان ٽيڪنالاجيءَ ۾ وڏي تيزي آئي ۽ ترقي ٿي، جنهن سان تيز ترين، رقبي ۽ وزن ۾ گهٽ ۽ پهرين ماڊلن کان گهٽ قيمت واريون مشينون ٺهڻ لڳيون. ٽرانزسٽر (Transistor) ۽ پرنٽيڊ سرڪٽ جي ترقيءَ جي ڪري سستا ۽ بيشمار ڪمپيوٽر ٺهڻ لڳا. ٽرانزسٽر کانپوءِ ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجيءَ ۾ آءِ سِي (Integrated Circuit (IC انقلاب آندو. مايا سليڪون چِپ (Chip) تي مشتمل هوندو آهي، جنهن تي ٽرانزسٽر جي ڪيتري بہ تعداد کي جوڙي سگهجي ٿو. ٽرانزسٽرن جي وڏي تعداد واري آءِ سي چپ کي مائيڪرو پروسيسر (Microprocessor) چيو ويندو آهي. ڪمپيوٽر جو دماغ يعني سينٽرل پراسيسنگ يونٽ (CPU) بہ هڪ مائيڪرو پراسيسر آهي. ڪمپيوٽر جا ٻہ بنيادي قسم آهن: (1) اينالاگ ڪمپيوٽر ۽ (2) ڪيٽالاگ ڪمپيوٽر. اينالاگ ڪمپيوٽر مخصوص مقصدن لاءِ استعمال ٿيندو آهي، جيڪو گرمي پد، رفتار يا ٻين تبديل ٿيندڙ پئمائشن لاءِ استعمال ٿيندو آهي. اينالاگ ڪمپيوٽر ۾ معلومات ميڪانيڪي ذريعن سان برقياتي سگنل جي شڪل ۾ براهہ راست ڏني ويندي آهي. ڪار جو اسپيڊوميٽر اينالاگ ڪمپيوٽر جو هڪ قسم آهي.

ڪمپيوٽر، سائنس جي هڪ اهڙي ايجاد آهي، جنهن سان سائنسي تجربن ۽ ايجادن ۾ سولائيءَ سان گڏ تيزي پيدا ٿي، جنهنڪري ڏکيا ۽ وقت سيڙائيندڙ ڪم سولا ۽ جلد ٿيڻ لڳا. اهو ئي سبب آهي جو ايڪيهين صديءَ جي ترقيءَ ۾ ڪمپيوٽر جو وڏو ڪردار رهيو آهي، جنهن جديد کان جديد تر ايجادن سان روشناس ڪرايو آهي.

**سائنس (رسالو)** : سنڌ جي عام ماڻهن ۾ سائنسي شعور پيدا ڪرڻ ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ سائنسي ادب جي کوٽ کي پوري ڪرڻ جي سلسلي ۾ 'سنڌ سائنس سوسائٽي' پاران ماهوار سائنس رسالو شايع ڪرڻ جو فيصلو ٿيو، جنهن جو پهريون پرچو جنوري 1971ع ۾ جاري ٿيو. هن




رسالي جو ايڊيٽر ملڪ جو نامور سائنسدان ڊاڪٽر ممتاز علي قاضي هو. هي ماهوار رسالو انسٽيٽيوٽ آف ڪيميسٽري، سنڌ يونيورسٽيءَ مان شايع ٿيڻ شروع ٿيو. سائنس رسالي جو ناشر ۽ منتظم ادارو انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي هو. هي رسالو سنڌ يونيورسٽيءَ جي مونوگرام ۽ رنگين ٽائيٽل سان سنڌ يونيورسٽي پريس، اولڊ ڪئمپس حيدرآباد مان ليٿو پريس تي ڪمپوز ٿي شايع ٿيندو رهيو. هي رسالو ڊائريڪٽر آف ايجوڪيشن حيدرآباد پاران سنڌ جي اسڪولن ۽ ڪاليجن جي

لائبريرين لاءِ منظور ٿيل هو. سائنس رسالو وقت جي رفتار سان سنڌ جي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ مقبوليت ماڻيندو رهيو، جنهن جي ذريعي سائنس جي موضوع تي لکندڙ اڪيچار ليکڪ ۽ مترجم متعارف ٿيندا رهيا. ڊبل ڊيمي سائيز جي اوچي پني تي شايع ٿيندڙ سائنس رسالي جي پهرين پرچي جي قيمت 60 پئسا هئي، ڊاڪٽر ممتاز علي قاضيءَ جي ادارت ۾ 1971ع کان 1975ع تائين باقاعدگيءَ سان شايع ٿيندو رهيو. 1976ع کان 1989ع تائين مسلسل جاري رهڻ کانپوءِ هي رسالو هڪ ڊگهي عرصي تائين بند ٿي ويو، ان کانپوءِ وقت بوقت شايع ٿيندو رهيو. سائنس رسالي جو آخري پرچو 1998ع ۾ شايع ٿيو ۽ ان جي هڪ پرچي ۾ ڊاڪٽر ممتاز علي قاضيءَ انٽرويو ڏيندي چيو هو ته: ”مان جڏهن سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ هيس، تڏهن اسان ’سائنس سوسائٽي‘ قائم ڪئي، جنهن تحت شروع ۾ تمام سٺو ڪم ڪيو. سائنس جي نالي سان هڪ رسالو باقاعده شروع ٿيو ۽ ڪجهه سنڌيءَ ۾ سائنس جا ڪتاب پڻ ڇپايا ويا هئا. ٽي چار سال مسلسل ساليانيون سائنس جي موضوع تي ڪانفرنسون منعقد ڪرايون ويون ۽ ڪافي مواد سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇپايو ويو. مون سوسائٽيءَ کي پنهنجي بلڊنگ لاءِ گرانٽ به ڏياري هئي ۽ عمارت به ٺاهي تيار ڪئي وئي، پر اها عمارت شايد سوسائٽيءَ جي نصيب ۾ نه هئي. ٻڌو اٿم ته ان ۾ اڄڪلهه پوليس ويٺي آهي. ڪجهه وقت کانپوءِ سوسائٽيءَ جي ڪارڪردگي سست ٿي وئي ۽ رسالو به بند ٿي ويو. جنهن جو سبب اهو آهي ته اسان جا نوجوان هن سوسائٽيءَ کي ان جذبي سان هلائي نه سگهيا، جنهن سان شروع ڪئي وئي هئي.“

**سائنس جي سکيا** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور ليکڪن ڊاڪٽر ظفر اقبال، ڊاڪٽر عبدالرشيد ۽ حافظ محمد الياس جي گڏيل تصنيف آهي. هن ڪتاب جي فهرست ٽن ڀاڱن ۾ ڏني وئي آهي. پهرئين ڀاڱي ۾ سائنس ۽ ان جي اهميت، اسلام ۽ سائنس، سائنس پڙهڻ جو طريقو، سائنس جي تدريس جو سامان ۽ استعمال، سمعي ۽ بصري امدادي شيون ۽ جائزو عنوان شامل آهن. ٻئي ڀاڱي ۾ حياتيات ۽ ان جون شاخون، جاندارن ۾ فرق ۽ گروهه بندي، ٻوٽن ۽ جانورن مان فائدا ۽ نقصان، ڊڪيل ٻجن وارن ٻوٽن جا مختلف حصا ۽ انهن جا ڪم، جاندار ۽ انهن جو ڪاڌو ٻج ۽ انهن جو پکڙجڻ، جاندارن جي اوسر، ٻوٽن ۽ جانورن جو ماحول يا رهائش ۽ ان جون طبعي حالتون- عنوانن وارو مواد شامل آهي، جڏهن ته ٽئين ڀاڱي ۾ مادو، پاڻي، هوا، گرمي، آواز، مشينون، بيٺل (ساڪن) بجلي، چرپر، روشني جي نوعيت، مقناطيسيت، ڪائنات ۽ زمين عنوان ڏنا ويا آهن. ڊيمي سائيز ۾، پڪي جلد سان هي ڪتاب 255 صفحن تي مشتمل آهي. هي ڪتاب سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ڄامشوري، 1995ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 28 روپيا آهي.




**سائنس فڪشن:** سائنس فڪشن (Science fiction)، سائنسي ادب جي هڪ اهڙي شاخ آهي، جنهن جي پسمنظر ۾ اصلي يا نقلي سائنس هجي ٿي. جيتوڻيڪ سائنس فڪشن، تخيل سان ڀرپور ادب ٿئي ٿو پر ان هوندي به منجهس ڪيتريون ڳالهيون مستقبل ۾ ٿيندڙ/ممڪن سمجهيون وڃن ٿيون جهڙوڪ: روبوٽ (robot)، خلا جو سفر، مختلف گرهن جي رهواسين جون پاڻ ۾ جنگيون ۽ خلا ۾ رهندڙن جو زمين تي حملو وغيره.

عام طور تي اهو ئي سمجهيو وڃي ٿو ته سائنس فڪشن جي شروعات اوڻيهين صديءَ جي آخر ڌاري جولس ورني جي ڪهاڻين ۽ ايڇ. جي. ويلس جي ناول سان ٿي آهي. 1926ع ۾ Hugo Gernsback هڪ سنسني خيز رسالو ’اميزنگ اسٽوريز‘ (Amazing Stories) شايع ڪيو، جنهن ۾ رڳو سائنس فڪشن، خاص طور آئيندي جي سنجيده ڪوجنائن جو ذڪر هوندو هو. سائنس فڪشن ۾ وڌيڪ دلچسپ لکڻين جو واڌارو تڏهن ٿيو، جڏهن 1937ع ۾ جان. ڊبليو. ڪامپبيل جونيئر (John W. Compbell Jr.)، ’اَئسٽائونڊنگ سائنس فڪشن‘ (Astounding Science Fiction) مئگزين جي ادارت سنڀالي، ان مئگزين ۾ ادبي ۽ ڊرامائي معيارن سميت موضوع، مضمون ۽ ڪردارن ڏانهن وڌيڪ ڌيان ڏنو ٿي ويو. ڪامپبيل ڪيترائي سگهارا سائنس فڪشن جا ليکڪ متعارف ڪرايا، جن ۾ آئزڪ ائزمو (Isacc Asimov)، فريڊرڪ براوئون (Fredric Brawn)، اي. وي. وان ووهڪٽ (A.V.van. Vogt)، ليوس پيجيٽ (Lewis Padget)، ارڪ فرينڪ رسل (Eric Frank Rusell)، ڪلفرڊ سمڪ (Clifford Simak)، ٿيوڊور اسٽرجن (Theodore Sturgen)، فٽز لائبر (Fritz Leiber)، مري لينسٽر (Murry Leinster)، رابرٽ هائنلائن (Robert Heinlein)، ريمنڊ ايف. جونس (Raymand F. Jones) ۽ رابرٽ شيڪلي (Robert Sheckley) شامل آهن.

سائنس فڪشن کي مختصر طور ’ساءِ-فاءِ‘ (Sci-fi) به سڏجي ٿو. سائنس فڪشن ان سبب به ڏينهون ڏينهن مشهور ۽ مقبول ٿيندو رهي ٿو جو ان ۾ ڪيترن مختلف ماڻهن لاءِ ڪيتريون دلچسپ ڳالهيون موجود ٿين ٿيون. جڏهن اسٽار وارس (Star Wars) جو اڀياس ڪجي ٿو، تڏهن اهو ڪڏهن به گمان نٿو ٿئي ته اهو ڪو سائنس فڪشن آهي. عام طور سائنس فڪشن جا اهي ئي لکندڙ هوندا آهن، جن جي ذهن ۾ سائنس جو پسمنظر هوندو آهي يا سائنسدان هوندا آهن.

سائنس فڪشن ادب جي هڪ سگهاري شاخ مڃي وئي آهي. 1938ع ۾ سي. ايس. ليويس (C.S.Lewis) پنهنجي ڪتاب ’آئوٽ آف سائلينٽ پلئنيٽ‘ (Out of Silent Planet) کي حڪمت الاهيءَ جي قياسن لاءِ استعمال ڪيو، جڏهن ته الڊس هڪسلي (Aldous Huxley) پنهنجي تصنيف ’بريو نيو ورلڊ‘ (Brave New World, 1932)، جارج آرويلس (George Orwells) پنهنجي ڪتاب ’نائنٽين ايٽي فور‘ (Nineteen Eighty Four: 1949)، ري براڊ بري (Ray Bradbury) ’فارنهائيٽ‘ (Fahrenheit: 1953)

۽ ڪرٽ وونگٽ جونيئر (Kurt Vonnegut Jr.) ۽ 'ڪيٽس ڪريڊل' (Cats Cradle: 1963) جهڙن سائنس فڪشن جي ڪتابن رستي سماج تي ٿيندڙ تنقيد جا مخصوص اثر ظاهر ڪري سگهيا. سائنس فڪشن وارو ادب نه رڳو سياسي ۽ سماجي مسئلن ۽ معاملن جون اڳڪٿيون ڪري ٿو ته انهن تي ٽيڪاٽپڻي به ڪري ٿو.

سائنس فڪشن جون ڪيتريون نئيون شاخون به وجود ۾ آيون آهن. جهڙوڪ: فيمائنسٽ سائنس فڪشن، ڊزاسٽر (پيانڪ) ناول ۽ اهڙا ناول، جيڪي هن دنيا کي مصيبتن ۽ شامتن مان نڪرندي پيش ڪن ٿا. اهڙيون ڪهاڻيون جيڪي نعم البدل دنيائن جو تصور ڏين ٿيون. فضا جي اندرين وسعتن جا شاندار سفر ڪرائين ٿيون ۽ 'سائبرپنڪ' ناول، جيڪي سائبراسپيس (Cyberspace) جون اصلي حقيقتون پيش ڪن ٿا.

گذريل ڪيترن ڏهاڪن کان غير ادبي حلقن ۾ به 'سائنس فڪشن' گهڻو مقبول رهيو آهي، جنهن ۾ فلم، ٽي. وي ۽ اليڪٽرانڪ راندين جو ڪردار شامل آهي. جڏهن ته اسٽاروارس ۽ ان جا ظاهر ٿيندڙ اڳ ۽ پوءِ وارا واقعا، جن جي 'ڪلوز انڪائونٽرس آف ٿرڊ ڪائينڊ' (Close Encounters of Third Kind: 1977) ۽ 'ايڪسٽرا ٽيريسٽيريل' (Extraterrestrial: 2011) جهڙين فلمن ۾ منظرڪشي ڪئي وئي آهي، اهي مالي لحاظ کان وڏ ۾ وڏ ڪامياب فلمون رهيون.

سائنس فڪشن جا هينيان ليکڪ: ڊگلس آدمس (Douglas Adams)، آرسن اسڪاٽ ڪارڊ (Orson Scott Card)، رابرٽ هينلين (Robert Heinlein)، وليم گبسن (William Gibson)، ري براڊبري (Ray Brodbury)، فرينڪ هربرٽ (Frank Herbert)، آرٿر سي. ڪلارڪ (Arthur C. Clarke)، آئزڪ ائزمو (Issac Asimov)، جولس ورن (Jules Verne) ۽ ايڇ. جي. ويلس (H.G. Wells) گهڻو مشهور ٿيا.

سنڌي لوڪ ادب جا ڪي اهڃاڻ سائنس فڪشن جي زمري ۾ اچي سگهن ٿا، جنهن ۾ 'اڏنڊ کٽوليءَ' ذريعي انسان جو آسمان ۾ سفر وغيره اچي وڃي ٿو، جنهن ۾ مستقبل جي هوائي جهاز جو تصور موجود هو، چو ته ان ۾ انسان جي آسمان ۾ اڏامڻ جي خواهش نظر اچي ٿي.

سنڌيءَ ۾ 'سائنسي ڪهاڻين' (Science fiction) جي ابتدا رشيد آخوند ڪئي. رشيده 'حجاب' جي ڪجهه ڪهاڻين ۾ به اهڙو رنگ نظر اچي ٿو. ٻارن لاءِ انگريزيءَ مان سائنس فڪشن جي ترجمو ٿيل ڪتابن ۾: (1) انوکا گرهه، (2) مريخ جو حملو (ايڇ. ٽي. وئلس جي ٻاراڻي سائنسي ناول جو ترجمو ترجمي نگار: نصير سارنگ: 2003ع)، (3) وقت ۽ امتحان (ايڊيسن جي ڪهاڻي: مصنف: جي. گلينوڊ. ڪلارڪ، ترجمو: قاضي منظر حيات: 2010ع)، (4) سائنس فسانا (فرينڪ رابنسن، ري بريڊ بري، ايڇ. جي. وئلس، والٽ شيلڊن، رابرٽ مور، رابرٽ ريڊ جون سائنسي ڪهاڻيون، مترجم: شمس الدين عرساڻي ۽ انجنيئر ضياء الدين عرساڻي) وغيره اچي وڃن ٿا.

**سائنس ڪانفرنس**: ننڍي کنڊ جي تاريخ ۾ پهريون پيرو سنڌي ٻوليءَ ۾ 'سائنس ڪانفرنس' سنڌ سائنس سوسائٽيءَ جي اهتمام هيٺ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ 29 اپريل 1972ع تي ڇنڇر جي ڏينهن منعقد ٿي. جنهن جو افتتاح سياسي معاملن، مواصلات ۽ قدرتي وسيلن جي تڏهوڪي وفاقي وزير غلام مصطفيٰ جتوئيءَ ڄامشوري ۾ واقع سنڌ يونيورسٽيءَ جي نئين ڪئمپس ۾ صبح جو ڏهين بجي ڪيو. هن ڪانفرنس ۾ ملڪ جي مختلف صوبن مان آيل وفدن کان سواءِ اسلام آباد يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر ڊاڪٽر رضي الدين صديقي، بلوچستان يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر جسٽس دُراب پٽيل ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر ڊاڪٽر محمود حسين به شرڪت ڪئي. ڪانفرنس ۾ تلاوت ڪلام پاڪ ڪانپوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر ۽ استقباليه ڪاميٽيءَ جي چيئرمئن پروفيسر حسن علي عبدالرحمان پنهنجي آجياڻي ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ترقي ۽ ان کي سائنسي مواد سان مالامال ڪرڻ متعلق ڳالهائيندي چيو ته اها ذميواري سنڌ يونيورسٽيءَ تي عائد ٿئي ٿي ته انهيءَ سلسلي ۾ ڪم ڪيو وڃي. هن موقعي تي ڪافي سائنسي مقالا پڙهيا ويا.

**سائنسي راز (ڪتاب)**: هي ڪتاب انجنيئر عبدالمالڪ جو تحرير ڪيل آهي. هن ڪتاب جي ابتدا ۾ ليکڪ 'سائنس ۽ انسان' جي عنوان سان هڪ نظم شامل ڪيو آهي. هن ڪتاب جا ٻه اکر غلام مصطفيٰ مشتاق جا لکيل آهن. هيءَ ڪتاب مختلف بابن ۽ سوالن جوابن تي مشتمل آهي. سائنسي علمن کي واضح ڪرڻ لاءِ هن ڪتاب کي پنجن بابن: (1) علم بدن، (2) علم حيات، (3) علم فلڪيات، (4) علم طبعيات ۽ (5) علم ڪيميا ۾ ورهايو ويو آهي. ڪتاب ۾ مواد جي نسبت سان چاليهه تصويرون به شامل ڪيون ويون آهن.




پڪي جلد، خوبصورت ٽائيٽل، ڊيمي سائيز جي 114 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب 1992ع ۾ مهراڻ اڪيڊمي ڪراچي پاران ڇپجي پڌرو ٿيو جنهن جي قيمت 30 روپيا آهي.

**سائون** (Panicum millet): سائون، گاهه جو هڪ قسم آهي، جيڪو سخت زمين ۾ ٿئي ٿو هن جي ڊيگهه 3 کان 6 فوٽ ٿيندي آهي ۽ ان جا پن سنها ٿيندا آهن. سائون جو سنگ اڌ فوٽ ڪن جو ٿيندو آهي، جنهن ۾ اَهر جي داڻي جيڏو ان ٻاهران پورو ۽ اندران اڇو ٿيندو آهي. ٿر جا ماڻهو ڏڪر وقت سائين جي ماني پچائي کائيندا آهن يا سائون چڙهي، پٽ رڌي کائيندا آهن. هيءَ گاهه چوپائي مال جو چارو به آهي، پر پراڻا ماڻهو ٻاجهر، جوئر، سائون، بعضي پُرٽ جي ٻج کي پڻ واپرائيندا هئا. هن گاهه جو ذڪر شاهه لطيف به ڪيو آهي:

سَتا ڪيو سيد چئي 'سائون' سُڪائين.

**سائي/ يرقان/ ڪامڻ** :(Jaundice (Icterus هيءَ بيماري، رت ۾ صفرا جي مادي (Bile pigment) جي گڏ ٿيڻ سبب ٿيندي آهي. هيءَ بيماري ٿڌن ملڪن جي مقابلي ۾ گرم ملڪن ۾ وڌيڪ ٿئي ٿي ۽ هيءَ بيماري ٿڌ جي مقابلي ۾ گرميءَ ۾ وڌيڪ زور پڪڙيندي آهي. هيءَ بيماري اسان وٽ سنڌ ۾ اتر ۽ وچولي وارن علائقن ۾ گهٽ ٿئي ٿي.

**(الف) بيماري ٿيڻ جا سبب (Aetiology):** هن بيماريءَ جا ٻه مکيه ڪارڻ آهن. هڪ ته صفرا جي مادي جو رت ۾ وڌي وڃڻ، جنهنڪري مريض جي اکين جو مٿيون اڇو بلغمي پردو (Conjuctivae) سائو يا ڦڪو ٿي ويندو آهي. ٻيو صفرا جي 'ناڙي' (cysticduct) جي بند (obstruct) ٿي وڃڻ



ڪري به هيءَ بيماري ٿيندي آهي. صفرا جي نالي 'ناڙي'، 'جيري' (liver) ۽ پتي (Gall bladder) جي وچ ۾ ٿيندي آهي. هن ناليءَ جي ڪري جيري ۽ پتي وچ ۾ ڳانڍاپو رهي ٿو. صفرا جي نالي بند ٿيڻ جا ڪيترا سبب ٿين ٿا:

**(ب) سائيءَ جا قسم Types of Jaundice:** (1) بند سائي (Obstructive Jaundice)، (2) وچڙندڙ سائي (Infective Jaundice)، (3) رت جي تباهيءَ واري سائي (Haemolytic Jaundice)، (4) زهريلي سائي (Toxic Jaundice).

**(1) بند سائي/ يرقان (Obstructive Jaundice):** هن قسم جي سائي هميشه صفرا جي ناليءَ جي بند ٿيڻ جي ڪري ٿيندي آهي، جنهن جا ڪيترا ڪارڻ آهن. جهڙوڪ: پيدائشي (Congenital) صفرا جي نالي بند هجڻ، هن سبب ڪري تازي ڄاول ٻار (Neo natorum) کي سائي ٿيندي آهي. پتي جي پٿري (Cholelithiasis) صفرا جي ناليءَ جي سوڄ ۽ سُور (Coalangitis)، صفرا جي ناليءَ جو سوڙهو ٿي وڃڻ، صفرا جي ناليءَ ۾ گوشت جي ڳوڙهي (cyst) يا گومڙ (Tumour) ٿيڻ، پيٽ جا گول ڪيڙا (Round worms) جيڪي ننڍي آنڊي کان هتي پهچن ٿا. اهي سڀ جا سڀ اهڙا سبب آهن، جيڪي صفرا جي ناليءَ کي بند ڪري ڇڏين ٿا، جنهنڪري جيري جي اوجن (Tissues) ۾ پيدا ٿيندڙ صفرا (Bile)، جيري جي رت وار نلين (Capillaries) ۾ ٻيهر جذب (Absorb) ٿئي ٿو جنهن جي نتيجي ۾ صفرا جو مادو رت ۾ گڏ ٿي، سائيءَ جو سبب بڻجي ٿو.

تنهن ڪانسواءِ صفرا جي نالي بند هئڻ ڪري جيري جي اوجن ۾ جيڪو صفرا ٺهي ٿو اهو پتي (Gall Bladder) تائين نه ٿو پهچي ته اهو صفرا ٻيهر واپس جيري جي وار نلين ۾ ئي جذب ٿئي ٿو ته اهو واڌو صفرا، جنهن کي صفراوي مادو (Bile pigment product) چئبو آهي. رت ۾ گهٽ مقدار ۾ گڏ ٿي وڃي ٿو اهو گڏ ٿيل واڌو صفراوي مادو رت جي دوري (Blood circulation) سان رت ۾ داخل ٿئي ٿو ته اهو اکين، زبان ۽ چمڙيءَ مان ظاهر ٿئي ٿو ۽ اکيون، زبان ۽ چمڙي هن مادي جي ڪري ڦڪيون سايون ٿي وينديون آهن. جيڪا هن بيماريءَ جي بنيادي علامت آهي.

**(2) وچڙندڙ سائي (Infective Jaundice):** هن قسم جي سائيءَ کي جيري جي سوڄ واري وچڙندڙ (Hepatitis Infective) سائي چئبو آهي. هن قسم جي سائي تڏهن ٿيندي آهي، جڏهن مختلف قسم جا جراثيم (Virus) جيري تي حملو ڪندا آهن. ان حملي سبب مهلڪ بيماري ٿي پوندي آهي. وچڙندڙ سائي مختلف قسم جا جراثيم اڳ بيمار ماڻهوءَ جي وات جي ڦهڪن (Droplets) رستي ڳالهائڻ دوران وائرس ٻئي ماڻهو تائين پهچائيندا آهن ۽ اهي صحتمند ماڻهوءَ جي جيري ۾ هليا ويندا آهن. جيري ۾ پهچي سڀ کان پهرين جيري جي اوجن جي تباهيءَ ڪندا آهن. جنهنڪري جيري جو صفراوي مادو جيري جي رت جي وار نلين ۽ نسن ۾ هليو ويندو آهي. نتيجي طور وچڙندڙ سائيءَ جي اوسر (Incubation) چئن کان پنجن هفتن اندر ٿئي ٿي. هن قسم جي سائيءَ جو علامتون بدهضميءَ ۽ اُلٽين سان شروع ٿين ٿيون.

**(3) رت جي تباهيءَ واري سائي (Haemolytic Jaundice):** هن قسم جي سائي، رت جي ڳاڙهن جزن جي تباهيءَ جي ڪري ٿيندي آهي. هن




مهلڪ بيماريءَ جي ڪري ماڻهوءَ جي رت جي ڳاڙهن جزن جو قدرتي مقدار (مرد جو 5 کان 6 ملين (ml) في ڪيوبڪ ملي ميٽر (cmm) ۽ عورت جو 4.5 کان 5.5 ملين (ml) في ڪيوبڪ ملي ميٽر (cmm) مان گهٽجي وڃي ٿو هيءَ سائي، ننڍن ٻارن ۽ نئين ڄاول ٻار (Neonatorum) تي وڌيڪ حملو ڪندي آهي، جنهنڪري ٻار جي ڦڦڙن ۾ رت ۽ آڪسيجن جي گهٽ مٽاسٽا (Exchange) ٿيندي آهي، نتيجي طور

سائي / يرقان

ٻار ۾ رت جا ڳاڙها جزا گهٽجي ويندا آهن. پيٽ واري عورت جي ٻار جي اکين ۽ وات ۾ اور (Placenta) جو پاڻي هليو ويندو آهي، حمل دوران ماءُ جي رت جي گهٽتائي (Anaemia)، ايلوپيٿيءَ جي ڪڙين دوائن کائڻ ڪري ٿيندي آهي. ڳورهاري عورت کي يا ٿڃ پيارڻ دوران ماءُ کي مليريا ٿيندي آهي، جنهنڪري ماءُ کي ’ڪوئنين‘ (Quinine) جو گهڻو واهپو ڪرائڻ اهڙا سبب آهن. جيڪي تازي چاول ٻار کي يا ننڍي ٻار کي هن قسم جي سائي ڪري وجهندا آهن.

(4) **زهريلي سائي (Toxic Jaundice):** هن قسم جي سائي تمام گهٽي مهلڪ ٿئي ٿي ۽ ماڻهوءَ تي اوچتو حملو ڪري ٿي، تنهنڪري ظاهر به اوچتو ٿئي ٿي. هن قسم جي سائيءَ جو سبب هوا ۾ موجود گهڻن قسمن جا زهريلا جيوڙا آهن، جيڪي جيري ۾ پهچي، جيري جي اوجن، خاص ڪري صفرائي مادو پيدا ڪندڙ اوجن ۽ جيري جي رت وار نلين جي ڪم ۾ بگاڙ پيدا ڪري هن قسم جي سائيءَ جو سبب ٿيندا آهن. تنهن ڪانسواءِ ڪجھ ڪيميائي مادا (Chemical agent) جيڪي دوائن ذريعي يا کاڌن ۾ شامل هوندا آهن، اهي واپرائڻ سان پڻ جيري ۽ ان جي صفراوي مادو پيدا ڪندڙ اوجن ۽ جيري جي رت جي وار نلين جي ڪم ۾ بگاڙ ٿيڻ ڪري صفرا بيهر جذب ٿئي ٿو جنهنڪري صفرا جو مادو رت ۾ گهڻي مقدار ۾ گڏ ٿيڻ ڪري سائي ڪري وجهي ٿو.

**(ج) بيماريءَ جو علامتون Clinical symptoms:**

(1) جيئن ئي بيماري ظاهر ٿيندي آهي ته پهريائين اکين جو بلغمي پردو Conjuctivae ڦڪو يا سائو ٿي ويندو آهي. انهيءَ کانپوءِ جيئن بيماري اڳتي وڌندي آهي ته ننهن جو هيٺيون حصو، ڇهري، ڳچيءَ ۽ جسم جي چمڙي ۽ آخر ۾ زبان پڻ ڦڪي ٿي ويندي آهي.

(2) پيشاب گهاٽو ڇهچ ڦڪو، ناسي يا وري ڪاراڻ مائل ايندو آهي.

(3) خارجي مادو گهڻو پتڙو، ڦڪي رنگ جو ۽ بدبودار ايندو آهي. ڪن حالتن ۾ قبضي ۽ دست واري واري سان ٿيندا آهن.

(4) مرض جڏهن گهڻو وڌي مهلڪ صورت اختيار ڪندو آهي ته مريض کي پگهر به ڦڪي رنگ جو نڪرندو آهي، جيڪو بيماريءَ جو خطرناڪ مرحلو هوندو آهي. ڪن مريضن کي پگهر اهڙو ته ڦڪو نڪرندو آهي، جو سندس ڪپڙا به ڦڪا ٿي ويندا آهن.

(5) مريض کي هلڪو بخار هوندو آهي، يعني ڪٽس هوندي آهي ۽ بک به بنهه ڪانه لڳندي آهي.

(6) جيري (Liver) واري جاءِ تي گهڻن مريضن کي سور ٿيندو آهي، ڪن حالتن ۾ جيري واري جاءِ سخت ٿي سڄي ويندي آهي، ان جاءِ وٽ هر وقت ڏوکو (هلڪو سور) ٿيندو آهي.

(7) مريض جي نبض (Pulse) سُتت ۽ ڪمزور ٿي ويندي آهي.

(8) مرض گهڻو پراڻو ٿي وڃي يا مريض جي حالت نازڪ هجي ته ان صورت ۾ مريض کي چڙ، بيزاري، بيقراري ٿيندي آهي ۽ سندس ننڊ ڦٽي ويندي آهي.

(9) رت جي تباهيءَ واري سائي (Haemolytic jaundice) ۾ مريض جي چمڙي ڦڪي ۽ اکين جو مٿيون اڇو تهه ’پردو‘ (confutivae) قدرتي اڇي رنگ جو ٿي ويندو آهي.

(10) زهريلي قسم واري سائيءَ (Toxic Jaundice) ۾ مريض جي جسم جي چمڙي ڦڪي يا زرد رنگ جي ٿي ويندي آهي.

**(ب) لڪل ۽ پريشان ڪُن مهلڪ سائي (Miserable Jaundice):** هونئن ته سائيءَ جا سڀئي قسم خطرناڪ ۽ مهلڪ ٿين ٿا، جن جو علاج بيماريءَ جي منهن ڪڍڻ شرط (Onset) ڪرائڻ گهرجي، پر سڀ کان وڌيڪ وچڙندڙ سائي Infective Jaundice، مهلڪ ۽ خطرناڪ ٿئي ٿي، تنهنڪري هن قسم جي سائيءَ جو علاج ترت ۽ مڪمل شفا ٿيڻ تائين ڪجي. ٻيءَ صورت ۾ هن سائيءَ جي وڌڻ ڪري جيري جون انيڪ بيماريون: ڪاري ڪامڻ، جيري جي ڪم ۾ بگاڙ پيدا ٿيڻ ۽ طبعي خرابي ٿيڻ، جيرو وڏو ٿي وڃڻ، جيري جو ڪينسر ٿيڻ (Carcinoma)، جيري جو سسي وڃڻ ۽ ان ۾ چربي پرجي وڃڻ (Linercirrhoris) ۽ پيٽ ۾ پاڻي پرجي وڃڻ وغيره ٿين ٿيون. ان ڪانسواءِ هن قسم جي سائيءَ جو وائرس ڪيترن سالن تائين مريض جي جسم / رت ۾ موجود رهي ٿو. جيتوڻيڪ علاج ڪانپوءِ هن مرض جون ظاهري علامتون ڏسڻ ۾ نه ايندين آهن، پر وائرس مانو ٿي، لڪي ويهي رهي ٿو. تنهنڪري هن قسم جي سائيءَ کي ’لڪل سائي‘ (Mask Jaundice) به چئبو آهي. موقعو ملڻ تي هي وائرس بيهر اثرائتو ٿي پوندو آهي ۽ ساڳئي قسم جي سائيءَ جي مرض کي اٿلائي وجهندو آهي، جنهن جو سبب گهڻي ڀاڱي پرهيز نه ڪرڻ آهي. جڏهن هيءُ مرض بيهر اٿلي پوندو آهي ته ان جو حملو اڳ کان وڌيڪ خطرناڪ ۽ ڏيگهارو هوندو آهي. تنهنڪري اهو لازمي آهي ته هن قسم جي سائيءَ جي ڇڏي وڃڻ کانپوءِ به گهڻي عرصي تائين احتياط ۽ علاج جاري رکڻ گهرجي.

هن قسم جي مرض جي هر هر اٿلڻ (Recure) ۽ جيري جون ٻيون گهڻيون بيماريون پيدا ڪرڻ جي ڪري ئي هن قسم جي مرض جو نالو ’وچڙندڙ سائي‘ پيو آهي.

**(ت) سائيءَ جي چڪاس (Liver Function Test):** (1) جڏهن ليبارٽريءَ مان مريض جي رت جي ايل. ايف. ٽي (Liver Functional Test) ڪرائبي آهي ته سائيءَ جي مريض جي رت ۾ ’بلي ربنس پلازما‘ (Bilirubins plasma) وڌيل هوندي آهي. خاص ڪري بند قسم جي ۽ رت جي تباهيءَ واري سائيءَ ۾ هن قسم جي پلازما وڌيل هوندي آهي. عام طرح سان صحتمند ماڻهوءَ جي رت 100 ملي گرام ۾ هيءَ پلازما هڪ ملي گرام کان به گهٽ هوندي آهي.

(2) سائيءَ جي مريض جي رت ۾ جڏهن ’الڪلائيڊ فاسفيٽ‘ (Alkaloid phosphate) ڪرائبي ته اها به 50 يونٽن تائين وڌيل هوندي آهي. عام طرح سان هر صحتمند ماڻهوءَ جي اڪلائيڊ فاسفيڊ 7 کان 13 يونٽ في 100 ملي گرام هوندي آهي.

(3) جڏهن ڪنهن به ماڻهوءَ جي پيٽ (Whole Abdomen) جو الٽراسائونڊ ڪرائبو آهي ته سائيءَ جي مريض جو جيرو وڏيل نظر ايندو آهي. ڪن حالتن ۾ گهڻن مريضن جي تِري به وڏيل هوندي آهي.

**(ٿ) خوراڪ** (Diet): (1) مريض جي بيماري ۽ علاج دوران سٽين ڪاڌن، تريل شين، ديڳ جي پٽ، وڏي گوشت، خاص ڪري ڳائي گوشت، واڳڻ، مرچ مصالحي وارن ڪاڌن کان قطعي پاسو ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪنهن تج پياڪ ٻار کي سائي هجي ته ماءُ کي مٿين ڪاڌن کائڻ کان مڪمل پرهيز ڪرڻ گهرجي.

هيءَ بيماري ڇڏي وڃڻ ڪانپوءِ به ڪيترن مهينن تائين مٿيان ڪاڌا نه کائڻ گهرجن. ٻيءَ صورت ۾ بيماري ڪنهن به وقت اٿلي سگهي ٿي، خاص ڪري وچڙندڙ قسم جي سائي ڪنهن به وقت اُٿلي پوندي آهي.

(2) ميوو ۽ ڪمند جي رس گهڻي مقدار ۾ پيئڻ گهرجي. تنهن ڪانسواءِ موريءَ جي رس، موريءَ جي ساون پنن سميت ڪڍي ٿوري ٿوري مقدار ۾ پيئڻ گهرجي.

(3) سياري جي موسم ۾ تازي مُوري ۽ اُن جا پن ڌوئي صبح جو نيراني کائڻ گهرجن. مُوري، سائيءَ جي مريض لاءِ وڏي فائديمند آهي.

(4) اونهاري ۾ صبح جو لسي ۽ منجهند جو ليمي جو شربت ناهي پيئڻ گهرجي.

(5) ڀاڄيءَ ۾ ٽماٽن بجاءِ گدامري، ڏاڙهونءَ جي کٽ ۽ ليمي جو رس استعمال ڪجي.

**سائيٽ نمبر- 2، 3، 4 ۽ 5 رنيڪوٽ:** هي ماڳ سن شهر جي سامهون رني ڪوٽ اندر ضلعي جام شوري ۾ آهن. هنن ماڳن تي تفصيلي ڪم بدر ابڙي ڪيو آهي. هي ڏاتو پٿر جي دور جون اڏاوتون آهن.

**سائيٽ نمبر-2:** ميري ڪوٽ جي اوير ۾ ٻن ڪلوميٽرن ۽ ’واگهو تڙ‘ جي اتر ۾ هڪ ڪلوميٽر جي پنڌ تي آهن. هتي ٻن ڪمرن جا آثار مليا آهن. هي مقامي پٿر جون اڏاوتون آهن. هڪ ڪمرو هال وانگر آهي. ان جي چوڌاري به ٺڪرائو موجود آهي. هن پوري علائقي ۾ ٺڪرائو جام آهي.

**سائيٽ نمبر-3 رنيڪوٽ:** اصحابين جي قبرن جي ويجهو اوير ۾ ڇئن يا پنجن ڪمرن جي اڏاوتن جا نشان ملن ٿا. هتي ايترو ٺڪرائو مليو ٿو جڻ ڪنهن سڄي آويءَ جا ٺڪريڳا ويا هجن. هڪ ڪمري ۾ محراب جا نشان ملن ٿا. هتي اڏاوتن جون پيڙهون مضبوط آهن. هتي پٿرن جا پتا ۽ چلڪا موجود آهن، جيڪي تراشيل آهن. ائين ٿو لڳي ته هتي اوائلي انسان پٿرن مان اوزار ٺاهيا آهن، جن کي ٺاهيندي کي پڇي پيا آهن. وٿن مان هي ماڳ ڏاتو پٿر دور جو لڳي ٿو هتي سنڌو تهذيب سان ڀيٽڻ جهڙو ٺڪرائو به ملي ٿو ڪجهه ٺڪرائو آمري تهذيب سان به ڀيٽي سگهجي ٿو.

**سائيٽ نمبر-4 رنيڪوٽ:** رنيڪوٽ جي ڏاکڻي ديوار جي برج نمبر 21-22 وٽ وڏو ميدان آهي. اتي ٻن آبادين جا نشان ملن ٿا. اتي ڪربل پٿر ٻڌائين ٿا ته هي ماڳ رني ڪوٽ جي ٻين حصن کان الڳ آهي. هتي ديوار آهي، جيڪا صرف پٿر رکي کڙي ڪئي وئي آهي. هي حصو جڻ ڪيرٿر جي حصي جو ڏيک ڏئي ٿو اهڙي قسم جي ديوار نئينگ وٽ به آهي.

**سائيٽ نمبر-5 رنيڪوٽ:** رنيڪوٽ جي اترئين دروازي ’ٻڌيه موريءَ‘ کان ٻه ڪلوميٽر اتر اوير ۾ رني ڪوٽ کان ٻاهر تونگ ڊوري جي وٽ سان، هڪ ڪمري جي اڏاوت جا نشان ملن ٿا. ائين ٿو لڳي جڻ تونگ ڊوري جي نگهبانيءَ لاءِ هيءَ اڏاوت ٺهيل هئي. هتي به ٺڪرائو جام ملي ٿو.

هنن مڙني ماڳن تي انساني زندگيءَ جا سڀئي دور ملن ٿا. قلعي ۾ ٽالپرن کان وٺي اوائلي اسلامي دور، قديم پٿر جي دور، ڏاتو پٿر دور جا آثار آهن.

**سائيٽ** 862 **(هنري ماڳ):** هيءَ ماڳ شادي شهيد جي ڏکڻ ۾ 3.5 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي روهڙيءَ جي ٽڪرين ۾ آهي. هي ماڳ هڪ پٿري کاڻ طور ٻن هنري هنڌن طور، 1994ع ۾ لڌو ويو هو. ٽڪريءَ جي چوٽيءَ جي مٿاڇري تي هڪبئي کان ٿوري ٿوري فاصلي تي 2 الڳ الڳ هنڌ مليا آهن.

1995ع کان 1997ع تائين هن ماڳ جي کوٽائي ڪئي وئي، جتان ڪافي تعداد ۾ چوڙين جا ٽڪر، پرد، چلون، پالن ۽ تيرن جا تڪا منهن ۽ هٿوڙا مليا آهن. تهه نمبر 4 مان ڪوئلو به مليو آهي، جنهن جي ڪاربان ڊيٽ مان معلوم ٿيو آهي ته هي ماڳ 3870 ق. م جو آهي.

هن ماڳ تي کوٽائي ڪري 51378 هنري پٿر جون وٿون هٿ ڪيون ويون، جن جو وزن 446 ڪلوگرام آهي. کوٽائيءَ جي شروعات ۾ هتان چلون، چوڙيون، ننڍڙا تڪا اوزار ۽ انهن جا ٽڪرا مليا. هڪ مگري (core) جو نمونو به شروعاتي کوٽائيءَ ۾ مليو هو، اهي وٿون هڪ هنري دڪي تي مليون هيون، ٻي پٿري کاڻ به انهيءَ پهرين کاڻ جي پر ۾ آهن، جنهن جي مٿان واري وريل آهي. هن جاءِ تي هنري وٿن جو چڱو خاصو ڍڳ موجود مليو. هتان مگريون (Core)، جن تي اڃا ڪم ٿيڻو هو ۽ ڪجهه چوڙين جا ٽڪرا مليا، جيڪي سڌي چوٽ (Direct Percussion) جي ذريعي ٺاهيا ويا هئا.

هن ماڳ تان ٺڪرائو به مليو آهي، هتان گول مٽ جو سڌو ترو مليو آهي، جنهن جي سطح هلڪي ميٽائين آهي، هڪ ڪني تي ڪاري تي ڳاڙهو رنگ ٿيل آهي، رنگ اندران ۽ ٻاهران ٿيل آهي. ڪي ننڍا ننڍا ٺڪرن جا ٽڪر به مليا آهن، جن بابت پتو نه ٿو پوي ته اهي ٺڪر ڪهڙن ٿانون جي نمونن جا آهن. ٺڪرائو گهڻو ڪري مٿاڇري تان مليو آهي، جيڪو ٽڪريءَ جي ڪافي ايراضي ۾ پکڙيل آهي. پر ڪجهه ٺڪرائو تهه نمبر 1 مان به مليو آهي، ٺڪرائو رڳو ورڪشاپ نمبر-1 تان مليو، جيڪو اهڙو هو جهڙو ’پڪي هڙاپا دور‘ (Mature Harappan Period) ۾ استعمال هيٺ هوندو هو.

**سائين** (ديهه): تعلقي ڪشمور، ضلعي ڪنڌڪوٽ-ڪشمور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

بخشڻ گولو، هيبت گولو، شهبازي پنگوار، راهن گولو، ڪمال، عبدالرحيم پنگوار ۽ پنهل گولو.

**سائين:** سنڌيءَ ۾ ’سائين‘ لفظ عزت ۽ حرمت لاءِ ڪتب ايندو آهي. الله جي نالي سان بہ ڪم ايندو آهي. استاد مرشد ۽ عزت واري ماڻهوءَ کي سائينءَ جي لقب سان سڏيو ويندو آهي ۽ پهتل شخص کي ساڳئي لقب سان ئي نوازيو ويندو آهي. ايس. ايم چنا جي لکڻ موجب ’سائين‘ راجپوتن جي قبيلي جو نالو آهي (ڏسو ص 5902)، جيڪي پاڻ کي شهزادا سڏائين ٿا. جيئن ’لکمڻ سائين‘ وغيره. اهي گهٽو ڪري پنجاب ۾ رهن ٿا. سنڌ ۾ هي ذات نہ، پر لقب آهي. پنجاب ۾ هي محاورو عام طور تي پهتل بزرگن ۽ فقيرن لاءِ استعمال ٿئي ٿو.

**سائين جي. ايم. سيد ادبي لائبريري:** هيءَ لائبريري تعلقي ۽ ضلعي عمرڪوٽ جي ڳوٺ انڙآباد ۾ 1997ع ۾ قائم ڪئي وئي. لائبريءَ جو روح روان نامور قومپرست اڳواڻ عبدالواحد آريسر آهي. هن لائبريري قائم ڪرڻ جو مقصد مقامي ماڻهن ۾ ادبي ۽ تعليمي شعور پيدا ڪرڻ هو. هيءَ واحد لائبريري هئي، جنهن مقامي نوجوانن جي ذهني آبياري ڪئي آهي. هن لائبريءَ لاءِ عبدالواحد آريسر پنهنجي ٻن ڪمرن واري اوطاق وقف ڪري ڇڏي. لائبريري قائم ڪرڻ کان اڳ سنڌ جي عالمن، اديبن، شاعرن ۽ قلمڪارن کي لائبريءَ لاءِ ڪتاب عطيي طور ڏيڻ لاءِ خط لکيا ويا هئا. انهن خطن جي موٽ ۾ سنڌ جي اهل علم اديبن: محمد ابراهيم جويي، راشد مورائي، اياز گل، ادل سومري، تاج جويي، پروفيسر عزيزپلي، نصير مرزا، اڪبر لغاري ۽ ٻين ڪتاب موڪلي ڏنا. هن لائبريءَ جو افتتاح سنڌ جي نامور اديبن ۽ شاعرن راشد مورائي ۽ تاج جويي ڪيو هو. لائبريءَ جا ضابطہ اخلاق جوڙيا ويا. ميمبرن جي ماهوار في مقرر ڪئي وئي. مختلف موضوعن تي ليڪچر، ورڪشاپ ۽ سيمينار وغيره ٿيندا رهيا. هيءَ لائبريري 2009ع تائين قائم رهي، ان دوران هڪ ڀيري نامعلوم ماڻهو لائبريءَ جون دريون ڀڃي، ڪتاب وغيره چوري ڪري ويا ۽ پوءِ آهستي آهستي لائبريري ختم ٿيڻ لڳي.

**سائين جي. ايم. سيد جون ادبي خدمتون (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب نوجوان ليکڪا ساجده پروين جي ايم. فل جي ٿيسز تي مشتمل آهي، جنهن کي ڪتابي صورت ليکڪ ۽ صحافي واحد ڪانڌڙي ڏئي ڇپايو آهي. ڪتاب ۾ جي. ايم. سيد جي جمڻ کان وٺي وفات تائين سندس هر پهلوءَ تي مواد موجود آهي. ڪتاب جا چار باب آهن: باب پهريون ’سائين جي. ايم سيد جي سوانح حيات‘ بابت آهي، جنهن ۾ خاندان جي مختصر احوال سان گڏ سنڌ جي سياسي حالتن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ٻئي باب ۾




سائين جي. ايم سيد جي سماجي زندگيءَ کان وٺي ادبي ڪردار تائين بحث ڪيو ويو آهي. باب ٽئين ۾ سائين جي. ايم سيد جي تصنيفن تي روشني وڌي وئي آهي. باب چوٿين ۾ جي. ايم سيد جي ادبي تصنيفن تي تبصرو ڪيو ويو آهي. باب پنجين ۾ جي. ايم سيد جي باري ۾ سنڌ جي ناميارن اديبن شاعرن ۽ عالمن: شيخ اياز، تنوير عباسي، ڊاڪٽر درشهوار سيد، محمد امين کوسي، ف. م. لاشاري، نياز همايوني ۽ علي احمد بروهيءَ جا رايا شامل آهن.

ڊيمي سائيز جي 93 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 80 روپيا آهي. هي ڪتاب گنجو ڏونگر پبليڪيشن، حيدرآباد، جنوري 2009ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**سائينءَ جي ٻاٽي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب فقير غلام علي ’مسرور‘ جو لکيل آهي، هن ڪتاب ۾ بيدل فقير جي عقيدت ۾ هڪ مدح چيل آهي. هي مدح مثلث جي صنف تي 36 بندن تي مشتمل، اوائلي سنڌيءَ جي الف- ب جي حرفن تي چيل آهي، جنهن ۾ هندي، سنڌي ۽ سنسڪرت لفظن ۽ تجنيس حرفيءَ جو بهترين ميلاپ آهي.

هي پاڪيٽ سائيز ڪتاب 1941ع ۾ رامچند پريس شڪارپور مان شايع ٿيو. ان بعد 1981ع ۾ شري ڪنيا لال، پنهنجي ڌرم پتنيءَ جي ديهانت تي پاڪيٽ سائيز ۾ بمبئيءَ مان ڇپايو. ان کانپوءِ 2000ع ۾ بيدل مسرور ، مسرور پبليڪيشن، ڪراچيءَ پاران شايع ڪيل ڪتاب ’بيدل نامي‘ ۾ پڻ شامل ڪيو آهي.

**سائينداد ساند:** سنڌ جي ناميارِي شاعر ۽ اُستاد، سائينداد ساند ولد محمد حسن ساند، پهرين مارچ 1960ع تي ڳوٺ متاري ساند، تعلقي مٺي، ضلعي ٿرپارڪر ۾ جنم ورتو. شروعاتي تعليم ڳوٺ مان حاصل ڪرڻ بعد مئٽرڪ نئين ڪوٽ هاءِ اسڪول مان 1976ع ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين ۽ ايم. اي (سنڌي ادب) فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن ۾، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري مان حاصل ڪري، عملي زندگيءَ جو آغاز ليڪچرار طور 1986ع ۾ ڪيائين.



سائينداد ساند، 2010ع کان 2013ع جي ابتدائي مهينن تائين گورنمينٽ ڊگري ڪاليج مٺيءَ جو پرنسپال رهيو آهي.

سائينداد ساند شاعريءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي. سندس شاعري مختلف اخبارن توڙي علمي ۽ ادبي رسالن ۾ ڇپجي چڪي آهي. سندس شاعريءَ ۾ عوامي رنگ وڌيڪ نمايان آهي، اهوئي سبب آهي، جو هن جي شاعري ڪيترن فنڪارن ۽ فنڪارائن ڳائي خوب داد حاصل ڪيو آهي. سائينداد ساند جا گيت ۽ غزل عوام جي دلين جي ترجماني ڪن ٿا. سندس مشهور ڪلامن ۾ ’اوهين ياد آيا تہ ڳوڙها ڳڙي پيا‘، ’ڪو تہ اهڙو هجي‘، ’جڏهن چوڙي ڇڏي ڇمڪو‘ ۽ ’ڳاڙهو جوڙو پاتل هوندو‘ وغيره شامل آهن.

سائينداد ساند جي شاعري، سنڌ جي مشهور فنڪارن: استاد وحيد علي، فوزيہ سومرو، سرمد سنڌي، شفيع فقير، صادق فقير ۽ ٻين ڳائي آهي. سندس شاعريءَ جا ٽي مجموعا: (1) ’ڳوڙهن ڳالهايو‘ (1995ع)، (2) ’سنڌ ڪُروڪيتر جيان‘ (2008ع) ۽ (3) ’دل جي تاريخ‘ (2011ع) ڇپجي پڌرا ٿيا آهن. ان ڪان سواءِ سندس نثري خيالن ۽ انٽرويوئن تي مشتمل ڪتاب ’خيالن جا پکي‘ (2009ع) پڻ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي.

**سائينداد ڪلمتي**: سنڌ تي انگريزن جي قبضي خلاف ڌرتيءَ جي دنگن ۽ قوم جي ننگن جي حفاظت لاءِ ويڙهہ ڪندڙن مان سائينداد ڪلمتي اهم شخص ٿي گذريو آهي. انگريز واپار سانگي سنڌ ۾ داخل ٿيا ۽ آهستي آهستي اثرونندا، هتان جي اصلوڪن حاڪمن کي زير ڪري قابض ٿي، ڌرتيءَ ڌڻين تي پنهنجا حڪم هلائڻ لڳا، تڏهن سنڌ جا غيرتمند ماڻهو ۽ ڪجهہ قبيلا مختلف وقتن تي انگريزن سان اٽڪندا رهيا ۽ مسلسل مزاحمت ڪندي انگريز عملدارن ۽ فوجين تي حملا ڪري پنهنجي ڌرتيءَ سان محبت جو ثبوت ڏيندا رهيا. اهڙن سورهيه مرد مٽيرن ۾ سائينداد ڪلمتيءَ جو نالو بہ اهم آهي.

هي اصل ۾ ڪراچيءَ جو رهواسي هو جن ڪلمتين پنهنجا لشڪر گڏ ڪري انگريزن سان چوٽون کاڌيون، انهن ۾ سائينداد جو ڪردار هوش محمد شيديءَ جهڙو آهي. مياڻيءَ جي جنگ کان اڳ جڏهن سنڌي فوج حيدرآباد جي بارودخاني تي حملو ڪيو، تڏهن ميرن ملير جي ڄام مهر علي جوکئي، ملڪ احمد خان نومڙئي ۽ ملڪ ابراهيم خان ڪلمتيءَ ڏانهن لکيو تہ توهان حيدرآباد اچي ٻروچن جي لشڪر ۾ شامل ٿيڻ بجاءِ متحده فوج ٺاهي، ڪراچيءَ ۾ قائم انگريزن جي ڇانوڻين تي حملا ڪري انهن کي تباهہ ڪريو. انهن ٽنهي سردارن انگريزن جي ڇانوڻين تي حملي لاءِ ماڻهو گڏ ڪيا ۽ فيصلو ڪيائون تہ انڌا ڌنڌ قتل ۽ غارتگريءَ بجاءِ فقط انگريزن جو نقصان ڪجي. ان وقت هنن مقامي سنڌين کي صلاح ڏني تہ جڏهن اسان ڪراچيءَ جي آسپاس ۾ لٽ مار شروع ڪريون، تڏهن اوهان جلديءَ ۾ ڪراچيءَ مان نڪري وڃجو. اها خبر جڏهن نائون مل کي پئي، تڏهن هن انگريز عملدارن کي سنڌي ماڻهن جي چرپر جي خبر ڏنائي، سندن اها حڪمت عملي ناڪام بڻائي ڇڏي. ڇانوڻيءَ کان ٻن ڪلوميٽرن تي پهتل سنڌي لشڪر واپس ڪيو ويو. مياڻي ۽ دبي جي جنگ ۾ انگريز سنڌ تي قابض ٿيا ۽ ٽالپر حڪمران کي گرفتار ڪري هندستان روانو ڪيو، پر سائينداد ڪلمتي ۽ سندس ساٿي ٻروچن جي لشڪر انگريزن سان ويڙهہ جاري رکي. دبي واري جنگ ڪانپوءِ چارلس نيپيئر جي ڳهُر تي تربيت يافتہ فوجي دستو بمبئيءَ کان ڪراچي پهتو ۽ ڪراچيءَ کان ٿٽي واري رستي نيپيئر جي مدد لاءِ حيدرآباد وڃي رهيو هو، تڏهن چاڪر خان جوکئي جي اڳواڻيءَ ۾ جوکين ۽ ڪلمتين، رستي ۾ انهن تي حملو ڪري، گهڻن ٻاهران آيل فوجين کي قتل ڪري، سندن سامان پنهنجي قبضي ۾ ورتو. فقط ڏهہ ٻارهن ڄڻا جان بچائي ڪراچيءَ جي ڇانوڻيءَ ۾ پهتا. انگريزن

جنگبنديءَ لاءِ گهڻيون ئي ڪوششون ڪيون، پر انهن ٽنهي سردارن جنگبنديءَ کان جواب ڏئي ڇڏيو ۽ وڙهندا رهيا. نيٺ انگريزن ميرن کي قيد ڪري، بيوس بڻائي جوکين، ڪلمتين ۽ نومڙين کي جنگ بند ڪرڻ ۽ پيش پوڻ لاءِ لڪرائي ورتو جنهن تان انهن سردارن نہ چاهيندي بہ هٿيار ڦٽا ڪيا. سرداري نظام تحت هوئڻ تہ سردارن جو هر فيصلو مڃيو ويندو آهي، پر ڌرتيءَ تي ڌارين جي قبضي خلاف سائينداد ڪلمتيءَ ۽ ڪجهہ ساٿين هٿيار ڦٽا ڪرڻ کان ڪُتو جواب ڏئي ڇڏيو ۽ ديس خاطر دشمن سان وڙهندي جان ڏيڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيائون. اهڙي فيصلي ۾ سائينداد ڪلمتيءَ سان بہ ڪلمتي، هڪ جوکيو ۽ هڪ ڇتو گڏ هئا، جن وطن لاءِ پاڻ ملهايو. انهن پنجن ساٿين جي بهادريءَ بابت انور قاضيءَ جو هڪ شعر پڻ ملي ٿو:

پنج ئي پاڻ ۾ هئا، جوڙا، جنگ، جوان،
جوکيو، ڇتو، ٽي ڪلمتي هئا مڙس مهان،
اوچا ڳاٽ انهن جا، ماڻهو سي مستان،
حشمت سان هليا، پڙاسي پهلوان،
ويهي وچن ڪيائون، ساري کي سبحان،
مور نہ مڃينداسين، فرنگين جو فرمان،
گورن جي غلاميءَ کان، مرڻ وڏو مان،
پٽڪي ور نہ ڏيو، جيسين ڌارين جو ڏهمان،
وڙهندي وطن تان، ڪيا سر قربان،
ملهائيا ميدان، راڳا ڏيئي رت جا.

سائينداد ڪلمتي پنهنجي ساٿين سميت سردارن جي فيصلي خلاف ڳوٺ ڇڏي هليو ويو ۽ چيائين تہ سردار پلي گورن سان مصلحت ڪن، پر اسان ائين نہ ڪنداسين. بلڪ اسان وطن مان گورن کي هڪالي ڪيڍنداسين يا وڙهندي سر ڏسنداسين. جڏهن سائينداد ڪلمتي ۽ ساٿين کي خبر پئي تہ انگريز فوجي ڪراچيءَ کان گهاري طرف ڪوچ ڪري رهيا آهن. تڏهن هنن ڏاهيجيءَ وٽ انهن تي اوچتو حملو ڪري اٺ ۽ ٻيو سامان پنهنجي قبضي ۾ ڪيو. هڪ دفعي هنن کي مقامي ماڻهن ٻڌايو تہ ڪجهہ انگريز نئن ملير جي ڪنڌيءَ تي سير ڪري رهيا آهن، تڏهن پنج ئي ساٿي انهن تي حملو ڪرڻ جي لاءِ پهتا ۽ ٻن سير ڪندڙ انگريزن تي حملو ڪري ڪين ماري ڇڏيائون. جنهن بعد پاسي کان لڪي ويٺل انگريزن جو وڏو لشڪر ظاهر ٿيو. هي پنج ساٿي هجڻ باوجود هيڏي وڏي لشڪر سان بهادريءَ سان وڙهيا. گهڻن انگريزن کي مارڻ ڪانپوءِ سائينداد ڪلمتي ساٿين سميت شهيد ٿي ويو. هن بهادر سورمي جي شهادت 1943ع جي وچ ڌاري ٿي.

**سائينداد ماڇي** (ديهہ): تعلقي گنبٽ، ضلعي خيرپور جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سائينداد ماڇي، ڪوڙو خان، لهڻو خان لنڊ، ملو خان لنڊ، لعل بخش سهتو، منل خان وندير ۽ حاجي غلام محمد.

**سائينداد وڳڻ** (ديھ): تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور جي هڪ ديھ. جنهن ۾ ٽي ڳوٺ شامل آهن:

مکڻ جلباڻي، احمد آباد، نبي شاهہ وڳڻ.

**سائينڏنو ملڪ** (ديھ): تعلقي اُباوڙي، ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديھ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سائينڏنو ملڪ، حافظ سليمان، ڏڳاڻو، تاهريون تانوري، ستار ڏنو ڊڪڻ، ملوڪ ڏانڏو، سومار تانوري، حاجي ڪانجو ۽ گهرام ميربحر.

**سائين مرنا**: ننڍي کنڊ جي ناميارو صوفي ڳائڪ. سائين مرنا جو اصل نالو تاج محمد هو. سندس جنم هندستان جي ضلعي امرتسر جي ڳوٺ منهير ۾ ٿيو. پر ڪن حوالن ۾ سندس جنم جو هنڌ فيصل آباد ڄاڻايو ويو آهي. سائين مرنا هڪ درويش صفت انسان هو. صوفي درويشن جي صحبت ۾ گهڻو وقت رهندو هو. جنهنڪري سندس ذهني لاڙو موسيقيءَ طرف ٿيو. هن صوفين جي ساز يڪتاري کي ڏسي،



پنهنجي ذهني صلاحيت ۽ ڏاهپ کي ڪتب آڻيندي يڪتاري ۾ ٿي ڪجهہ ترميمون ڪري هڪ ساز ايجاد ڪيو. جنهن جو نالو 'وچتر وِيڻا' رکيائين. سندس ان ايجاد ۾ ربابي گهراڻي جي هڪ بزرگ بہ سندس مدد ڪئي. سائين مرنا پنهنجي ايجاد ڪيل ساز 'وچتر وِيڻا' کي تمام مهارت سان وڄائيندو هو. هيءَ ساز پنجاب ۾ اڄ تائين موجود آهي، پر هاڻي گهٽ وڄايو ويندو آهي.

سائين مرنا پهريون ڀيرو ريڊيو پاڪستان لاهور تي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو. جنهن ڪانپوءِ سندس رڪارڊنگ آهستي آهستي پاڪستان جي ٻين مختلف ريڊيو اسٽيشنن تان نشر ٿيندي رهي. سائين مرنا ريڊيو تي انيڪ پروگرام ڪيا. سندس وچتر ويڻا تي ڳائڻ جو انداز ننڍي کنڊ ۾ بيحد مقبول ٿيو.

سائين مرنا بابت نامور اديب ۽ براڊڪاسٽر نصير مرزا لکيو آهي تہ: "هن کنهن بہ اسڪول ۾ تربيت ڪا نہ ورتي ۽ هو پيدائشي موسيقار هو. هن جو ڪو بہ استاد ڪو نہ هو. هو ڳائيندو يا وڄائيندو هو تہ ائين لڳندو هو تہ هو بس ان ڪم لاءِ پيدا ٿيو هو."

سائين مرنا، سنڌ جي مشهور شاعر شيخ اياز جو بہ پسنديده فنڪار هو. سائين مرنا کي حڪومت توڙي کنهن سرڪاري يا غير سرڪاري تنظيم پاران ڪو بہ اوارڊ نہ مليو. سندس وفات بہ پراسرار ۽ المناڪ انداز سان ٿي، جو سندس مڙهہ کنهن واهڙوءَ کي واٽ تي هٿ آيو.

سندس وفات 27 آڪٽوبر 1961ع تي ٿي. کيس فيصل آباد جي هڪ ڳوٺ، چڪ 122، چڙانوالا ۾ دفن ڪيو ويو.

**سائين مهر شاهہ جيلانيءَ جو ميلو**: سخي مهر شاهہ جيلانيءَ جي درگاهہ، ٽنڊي ولي محمد، حيدرآباد ۾ آهي، جتي هر سال 13، 14، 15 ذوالحج تي لڳندو آهي. هن ميلي ۾ قرآن خواني ۽ محفل سماع ٿيندي آهي.

**سائين ولايترام**: مشهور سنت سائين ولايترام جو جنم 1825ع ڏاري پراڻن هالن ۾، پرتاب راءِ ڪرڙي مل جي گهر ۾ ٿيو. ننڍپڻ ورهين جي عمر ۾ تعليم پرائڻ لاءِ هڪ مسلمان ماستر وٽ ڇڏيو ويو. هن سنڌي ۽ فارسيءَ جو ڪافي اڀياس ڪيو. تعليم پوري ٿيڻ بعد ڪجهہ عرصو ميرن جي نوڪري ڪيائين. هي لاڙڪاڻي، سجاول ۽ ميروخان ۾ تپيدار ٿي رهيو. هڪ رات ولايترام خواب ۾ نانڪ ديو مهاراج جو درشن ڪيو. جنهن ڪانپوءِ سندس طبيعت ۾ لاڙن ۾ تبديلي اچي وئي. روحاني رمز هٿ ڪرڻ ڪانپوءِ سانت ۽ خاموشيءَ ۾ گذارڻ لڳو. رات جو مراقبي ۾ ويهندو هو.

سائين ولايت رام جا ڪيترائي چمتڪار مشهور آهن. زبان تي هميشہ اوم جو ورد هوندو هئس. کيس ڇهہ پٽ ٿيا.

سائين ولايترام، 15 جنوري 1887ع ۾ لاڏاڻو ڪري ويو.

**سبا (سورة)**: سبا، قرآن مجيد جي چوٽيهين سورة آهي. هن ۾ ڇهہ رکوع ۽ چوونجاهہ آيتون آهن. حضرت ابن عباس رضہ جو قول آهي تہ هن سورة جون سڀئي آيتون مڪي آهن، سواءِ آيت نمبر ڇهينءَ جي. ڪن عالمن جو چوڻ آهي تہ هيءَ سورة مدني آهي. تفسير ۽ سيرت جي ڪتابن ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ جڏهن ابو سفيان اهو ٻڌو تہ قرآن مجيد ۾ چيو ويو آهي تہ 'منافق ۽ مشرڪ عذاب ۾ وڌا ويندا' تہ چڙ ڪندي چوڻ لڳو: "لات ۽ عزيٰ جو قسم نہ قيامت ايندي، نہ ئي ڪو حشر (حساب ڪتاب) ٿيندو." ان تي هيءَ سورة نازل ٿي، جنهن جي شروعات ۾ الله تعاليٰ جيٰ حمد ۽ ثنا ڪانپوءِ ڪافرن جي قيامت جي انڪار جو مدلل جواب موجود آهي، جنهن بعد ڪافرن جي پاڻ ڪريمن صہ سان چٽر ۽ سندن گهڙيل ڪوڙ جو ذڪر ملي ٿو ان ڪانپوءِ حضرت دائود عہ متان الله تعاليٰ جي نعمتن جو بيان، قوم سبا جي عيش، آرام ۽ سندن تباهيءَ جو ذڪر، بُت پرستن جي ناڪامي ۽ خساري جو ذڪر، قيامت جي ڏينهن گمراهہ ڪندڙ اڳواڻن ۽ سندن پوئلڳن درميان جهيڙي سان لاڳاپيل ڳالهہ ۽ مال ۽ دولت جي گهٽائيءَ جي نشي ۾ سندن نبين سڳورن جي مخالفت جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ان ڪانپوءِ قرآن مجيد بابت ڪافرن جي ردعمل، رسالت جي مقام جي قيامت جي ڏينهن ڪافرن جي پڇتاءَ ۽ دنيا ۾ ٻيهر موٽي اچي نيڪ عمل ڪرڻ جي خواهش جو بيان آهي.

سورة سبا جي فضيلتن بابت حديث نبوي صہ ۾ اچي ٿو تہ جيڪو شخص سبا سورة جي تلاوت ڪندو. ان سان قيامت جي ڏينهن سمورا نبي ۽ رسول هٿ ملائيندا. *(حوالو: شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا)*

**سبتڪگين ڊور**: گوادر کان 40 ميلن جي پنڌ تي اتر ڏکڻ ۾ ’سبتڪگين ڊور‘ جا وسيع کنڊر آهن. ميجر موڪلر انهن کنڊرن کي سڪندراعظم جي زماني جا يادگار سڏيو آهي. ڪرنل ٽي. ايس. ايچ اولڊيچ انهن کي ’مڪران جي وچئين دور جا آثار‘ ڪري لکيو آهي. ان کان سواءِ، ميجر موڪلر کي گوادر جي پرسان ’گنّي‘ (Ganni) نالي سان ڪنهن شهر جا کنڊر مليا هئا، جتان مردن جون هڏيون ۽ مٽيءَ جا ٿانوَ مليا هئا. ڪرنل ٿامس اولڊيچ جي تحقيق موجب انهن کنڊرن جو تعلق سميري ڪلدانين سان آهي.

رحيمداد مولائي شيدائيءَ پنهنجي ڪتاب ’بلوچستان جي تاريخ ۽ جاگرافيءَ‘ ۾ لکيو آهي ته، سبتڪگين ڊور جي دڙي جي اي. موڪلر کوٽائي ڪرائي هئي، جتان پٿرجون ٺهيل کي اڏاوتون (ڪوئيون) مليون هيون. کوئين ۾ ٺڪرجا ٿانوَ ۽ هڪ يوناني باختري دور جو سڪو به هٿ لڳو هو. محققن جي راءِ آهي ته هي آثار انهيءَ دراوڙي قوم جا آهن، جيڪا ڪلديز مان لڏي بلوچستان ۾ داخل ٿي هئي، ۽ پوءِ وري هتان نڪري مُهين جي دڙي جي اڏاوت ۾ حصو ورتائين. هنن آثارن مان سندن زبان بابت ڪجھ ڄاڻ ملي، جيڪا ڪرد گالي زبان سان ملندڙ جلندڙ آهي. ڪردگالي براهوي زبان جو هڪ لهجو آهي.

**سبحان پور (ديھ)** : تعلقي روهڙي، ضلعي سکر جي هڪ ديھ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سبحان پور، حاجي اميد علي شاھ ۽ عبدالعزيز شر.

**سبري/ سبڙي** (Sibri): مهرڳڙھ جي ڏکڻ ۾ 10 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ۽ نوشهري کان لڳ ڀڳ ٻن ڪلوميٽرن جيُ پنڌ تي سنڌو تهذيب جو هيءُ ماڳ هڪ هيڪٽر ايراضيءَ تي پکڙيل آهي. هي قديم ماڻهن جي بيٺڪ هئي. ڪجھ ڄاڻن لاڳاپن هوندي به ماهرن جو خيال آهي ته هتان مليل شيون گھڻو ڪري سنڌو تهذيب ۽ مڪاني روايتن کان متاثر ٿيل آهن. هتان ٺڪراني کان سواءِ، جيڪي شيون مليون آهن، تن مان خاص هيٺ ڏجن ٿيون:

**مورتيون** (Figurines): هتان لڌل مورتين جو چڱو تعدادُ عورتن جي ڏڙن جي مورتين جو آهي، جن ۾ ٽنگن، ٻانهن ۽ ٻين جسماني جزن تي گهٽ يا بلڪل نه جهڙو ڌيان ڏنل آهي. مورتيون سُرندي (Violin) ساز جهڙي شڪل جون آهن. پاسن ڏانهن سندن خدوخال وڌاءَ سان ڏيکاريل آهن. ڪي مورتيون بهرحال، اصلي نموني جون به آهن. پر انهن جون به ٻانهون ٻاهر تي نڪتل ۽ روندبيون آهن.









**مهرون** (Seals): مهرن مان ڪن ۾ خانا ٺهيل آهن. ٻه عدد پٿر مان ٺهيل ويلڻي شڪل جون مهرون مليون آهن، جن مان هڪ تي Zebu ڍڳي کي شينهن جي سامهون ٽيندي ڏيکاريو ويو آهي ته ٻيءَ ۾ وري شينهن کي، ڍڳي تي حملو ڪندي ڏيکاريو ويو آهي، وچ ۾ ماڻهو آهي، جنهن جي هٿ ۾ مڇيءَ جهڙي ڏنڊيءَ سان پالو آهي، جيڪو مختلف جانورن کي اورانگهي پيو. ٻين نمونن ۾ هڪ وچونءَ جي شڪل اهم آهي.

**گهر/اڏاوتون**: اڏاوتن جون پيڙهون مٽيءَ جي ڪچين سرن سان ٺهيل آهن. ڪنجهي جي شين مان خاص هڪ ٻه مُنهون ڪهاڙو آهي، جنهن جا ٻئي پاسا ڌار سان پاهوڙي وانگر آهن ۽ وچ ۾ ڳن وجهڻ لاءِ پاهو ٺهيل اٿس.

**قبرون**: ماڳ تي چند قبرون به مليون آهن جن ۾ هڪ ٻار جي هاٿي به شامل آهي، جيڪا هڪ Urn يعني ٿانءَ يا ٽيي ۾ پيل هئي. هتان قبرن مان جيڪي شيون مليون آهن. سي ڪي قدر مهرڳڙھ جي VIII دور واري قبرستان مان مليل شين سان پيٽڻ جهڙيون آهن، پر ڪن کي وچ ڏکڻ ايشيا مان هٿ آيل شين سان به نسبت آهي.

**تعويذ** (Amulets): هڪ اڇي سنگ جراحت جو تعويذ مليو آهي، جنهن جي هڪ پاسي تي هڪ چؤپيرو ساهوارو ڪنين سان ٺهيل آهي. ان کي ٻه پُڇ آهن. تنهن کي پنهنجي پيرن سان نانگ کي لتاڙيندي ڏيکاريو ويو آهي. ٻيو هڪ واڏوءَ جي نشان (+) جهڙي شڪل جو نشان آهي. اجا به هڪ ٻئي تعويذ تي سنڌو تهذيب جي لکت جا ٻه نشان/ اکر ٺهيل آهن.

**ٻيون وٿون**: ٻياڪي ٺڪرجا ٽول مثال طور راند جا مُهرا، سپيءَ جهڙي شڪل جا چمچا ۽ ڪتن جي ڪم اچڻ وارين پونرين جهڙيون شيون به هن ماڳ تان مليون آهن.

**سبزل خان**: سبيءَ ۾ ميان يار محمد خان ڪلهوڙي خلاف بغاوت ڪندڙن ۾ سبزل خان به شامل هو. رحيم پرانگ، يوسف ۽ دولت خان، ڊاڍر ۾ بغاوت ڪئي ۽ سبيءَ ۾ سبزل خان بغاوت ڪئي. ’تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دؤر‘ ۾ غلام رسول مهرجاڻائي ٿو: ”سبيءَ ۽ ڊاڍر ۾ ميان يار محمد خان پنهنجي پٽ ميان دائود خان ڪلهوڙي کي مقرر ڪيو. سبيءَ ۾ اتفاق سان بخار جي عام وبا پکڙجي وئي، ڪو به ماڻهو محفوظ نه

رهيو. ميان دائود خان بہ بخارا ۾ وڃي ويو ۽ لاچار ٿي پيو. انهيءَ عرصي دوران سبزل خان ، رحيم پرانگ، يوسف ۽ دولت خان فتنو برپا ڪيو ۽ آڌيءَ رات جو ڏاڪڻ وسيلي سبيءَ جي قلعي ۾ گهڙي پيا. ميان دائود خان ڪي سندس ماڻهو قلعي مان سلامتيءَ سان ڪڍي نڪتا، جنهن بعد ڍاڍر جو قلعو بہ هنن قبضي ۾ ڪري ورتو. اها خبر ٻڌي ميان يار محمد خان کي پئي تہ هن هڪدم پنهنجي پٽ ميان نور محمد ڪلهوڙي کي لشڪر ڏئي، سبيءَ ۽ ڍاڍر جا قلعا فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو. ميان نور محمد خان پهرين ڍاڍر جي قلعي تي حملو ڪيو. ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ سخت جنگ لڳي، جنهن ۾ رحيم، يوسف ۽ سندس پائر مارجي ويا ۽ ڍاڍر جو قلعو ميان نور محمد فتح ڪري ورتو. اها حالت ڏسي سبيءَ جي قلعي ۾ ويٺل سبزل خان ۽ دولت خان لشڪر سميت اچي ميان نور محمد خان جي آڏو پيش پيا. هي واقعو 12 محرم الحرام 1120هہ/ 23 مارچ 1708ع ۾ ٿيو.

**سبزل ڪوٽ**: سبزل ڪوٽ وارو علائقو پهريائين بهاولپور جي نواب محمد صادق جي هٿ هيٺ هو. جنهن جي دہاءِ سبب مير غلام علي خان (1802ع-1812ع) سندس خلاف لشڪرچاڙهي موڪليو ۽ نواب جي فوج کي شڪست آئي. ان بعد صلح جي عهد نامي موجب سبزل ڪوٽ وارو علائقو مير صاحب کي مليو. سبزل ڪوٽ يا ڪوٽ سبزل اوباوڙي کان اٽڪل ڏهہ ٻارنهن ميل اوڀر طرف ملتان ڏانهن ويندڙ پڪي شاهراهہ تي هيئنر هڪ وسندڙ ڳوٺ آهي، جتي ڪچي مٽيءَ جو جهونو ڪوٽ خستہ حالت ۾ اجا تائين موجود آهي. (حوالو: ’ڪليات حمل‘)

**سبزوار**: سبزوار، ايران جو هڪ قديم شهر آهي. هي خراسان جو شهر، نيشاپور جي اولهندي طرف اٽڪل 64 ميلن جي پنڌ تي آهي. سبزوار، ايران جي ڪيترن بهادريءَ وارن داستانن جي ڪري مشهور آهي.



ايران جي شهر سبزوار جو هڪ منظر

روايت آهي تہ ’رستم ۽ سهراب‘ جي ڪشتيءَ ۽ بهادريءَ وارو واقعو بہ هن شهر جي چوسول تي ٿيو هو ۽ اهو ميدان ’سفيد ديو‘ جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. ابتدا ۾ ’بيهق‘ بدران سبزوار کي ضلعي جو صدر مقام بنايو ويو. سلجوقي دؤر (1037-1157ع) ۾ سبزوار شهر جو ذڪر ملي ٿو. چنگيزي ۽ ايلخاني دور ۾ بہ ’سبزوار‘ جو نمايان ذڪر موجود آهي. جنهن دؤر ۾ ڪي خودمختيار حڪومتون وجود ۾ آيون، جن ۾ آل مظفر سلسلو بہ هو.

1220ع ۾ چنگيز خان خراسان تي يلغار ڪئي. نيشاپور ۾ سندس نياڻو قتل ٿي ويو. ان ڪري هن ڪاوڙ ۾ اچي نهايت بي رحميءَ سان شهرين جو قتل عام ڪرايو. ان کانپوءِ ’سبزوار‘ تي حملو ٿيو ۽ چنگيز خان هٿان جي ستر هزار انسانن کي قتل ڪرايو. حملي آورن اڳتي وڌي ’مرو‘ تي بہ يلغار ڪئي. ’مرو‘ علم ۽ عرفان جو وڏو مرڪز هو جتي چيو وڃي ٿو تہ پنج لک شهري ماريا ويا.

سبزوار شهر ماضيءَ وانگر اڄ بہ شيعا مسلڪ جو وڏو مرڪز آهي. ڪنهن دور ۾ هي شهر واپار جو وڏو مرڪز هو. هڪ سياح چوڏهين صدي عيسويءَ ۾ هن شهر جو سير ڪرڻ بعد لکيو آهي تہ: ”شهر جون بازارون ڪاٺ جي ڇتين سان ٿنڀن جي سهاري بيٺل آهن. علمي ۽ ثقافتي لحاظ کان هن شهر اهم ماڻهو پيدا ڪيا، جن ۾ نظام الملڪ، الپ ارسلان (وزير)، ملڪ شاهہ (باني مدرسہ نظاميہ)، ابوالحسن) (مصنف: تاريخ بيهقي)، حسن واعظ ڪاشفي (مصنف: انوار سهيلي)، سندس پٽ فخرالدين علي اچي وڃن ٿا.

هن ئي شهر جو عظيم صوفي پير شمس سبزواري (جنم 560هہ/ 1165ع) عمر جي آخري حصي ۾ ملتان آيو ۽ اسماعيلي نقطہ نظر جي اشاعت ڪندو رهيو. سندس پوئلڳ ’شمسي‘ سڏيا ويا.

سنڌ جا لوهاڻا بہ سندس مريد هئا، جن ئي خوجڪي رسم الخط ۾ سندس ڳنان قلمبند ڪيا. پير شمس سبزواريءَ سنڌ ۾ بہ پير گهمايا هئا.

هتي ملاهادي سبزواري، هڪ وڏي فلسفي جو نالو جديد ايران جي ادبي تاريخ ۾ وڏي اهميت رکي ٿو. ارغون ۽ ترخان دور ۾ جيڪي خاندان ايران مان لڏي سنڌ ۾ اچي رهيا، تن ۾ ’سبزواري سادات‘ شامل آهن. مير معصوم بکريءَ جو نانو سيد مير ڪلان بہ سبزوار مان آيو ۽ سيوهڻ ۾ اچي رهيو. هن وقت بہ سيوهڻ ۽ ٺٽي ۾ ’سبزواري ساداتن‘ جو اولاد موجود آهي.

**سبزواري** (ذات): هي سيد محمود سبزواري بن محمد جو اولاد آهن. هنن جا وڏا ايران جي مشهور سبزوار ۾ رهندا هئا. ان شهر جي نسبت سان هي سبزواري سيد سڏجڻ لڳا. هڪ ٻي روايت موجب سيد مير ڪلان 927هہ/ 1521ع ۾ قنڌار کان لڏي سيوهڻ جي علائقي ڪاهڙوٽ ۾ اچي رهيو ۽ هن کي چار فرزند هئا، جن جا نالا هن ريت آهن: سيد طالب، سيد برکو، سيد محمد ۽ سيد محمود. سيوهڻ وارا سبزواري سيد، سيد طالب جي اولاد مان وڌيا.

سبزواري سيدن جو شجرو نسب هن ريت آهي: سيد طالب بن سيد مير ڪلان بن سيد ابراهيم بن سيد محمود بن سيد محمد جعفر بن سيد مغفور بن سيد محمد بن سيد علي بن ابي طالب محمد بن علي بن هيبت الله بن ثعلب بن سيد محمد بن سيد علي بن سيد احمد بن حسن بن محمد بن ابراهيم بن سيد محمد بن امام موسيٰ ڪاظم بن امام جعفر صادق بن امام محمد باقر بن امام زين العابدين بن امام حسين بن امام علي عليہ السّلام.

**سبزواري بهروز:** مشهور ٽي. وي اداڪار بهروز سبزواري، 1968ع کان ٽي وي اسڪرين تي اچڻ شروع ٿيو. هن ڏهن سالن جي عمر ۾ ٻارن جي فينسي ڊريس شو ۾ شرڪت ڪئي. ان ڪانپوءِ هن ٻارن جي هڪ ڊرامي ’نانا جان، دادا جان‘ ۾ به ڪم ڪيو. دراصل هن کي پذيرائي شوڪت صديقيءَ جي ناول ’خدا کي بستي‘ تان تيار ڪيل سيريز کان ملي، جنهن ۾ هن يادگار ڪردار ادا ڪيو. ان ڪانپوءِ هن مشهور ڊرامن ’ميرا نام منگو‘، ’تعبير‘، ’آبگيني‘، ’ان کهي‘ ۽ ’آگهي‘ وغيره ۾ اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا. هن سنجيده ۽ مزاحيه ٻئي ڪردار ادا ڪيا آهن. تاج حيدر جي سيريل ’پروفيسر‘ ۾ هن هڪ بيوقوف نوجوان جو ڪردار ادا ڪري مزاحيه ڪردارنگاريءَ ۾ به ڪاميابي حاصل ڪئي. حسينه محبت جي ڊرامي ’تنهائيان‘ ۾ سندس ڪردار ’قباچ‘ کي ڪافي پذيرائي ملي، جيڪو اڳتي هلي سندس سڃاڻپ بڻجي ويو. بهروز سبزواري مختلف انٽرويوئن ۾ پاڻ کي ’سنڌي‘ سڏائيندو آهي. هن ڪجهه فلمن ۾ به ڪم ڪيو آهي، پر سندس خاص سڃاڻپ ٽي. وي اداڪار واري آهي.



**سبزواري، سيد ملامير:** سبزواري سيد ملامير اصل بيجڪ جو رهاڪو ۽ حضرت امام علي موسيٰ رضه جي روضي جو متولي هو. ازبڪن جي فتني واري دؤر (906هه/ 1500ع کان 916هه/ 1510ع تائين) ۾ هڪ سال بيزار ٿي بيجڪ مان لڏي قنڌار پهتو. سندس پٽ ۽ اولاد مان ڪيترا مغل سلطنت ۾ وڏن عهدن تي فائز هئا. بکر جو حاڪم مير ابوالقاسم نمڪين سبزواري سندس پٽ ۽ ’مظهر شاهجهانيءَ‘ جو مصنف ميرڪ يوسف سندس پوٽو هو. ڪنهن به تاريخ ۾ سيد مير ملا سبزواريءَ جي ولادت ۽ وفات جي تاريخ نه ٿي ملي.

هن قنڌار ۾ 920هه/ 1514ع ڌاري وفات ڪئي.

**سبزواري، مير ابوالبقا بهرور علي:** سيد مير ابوالبقا بهرور علي سبزواري، ٺٽي شهر ۾ آباد هو. سندس ڏاڏو سبزواري مير عبدالله سلطان دراصل شاهجهان بادشاهه جو خاص مقرب هو مير عبدالله جو ڏاڏو مير غياث الدين ’حبيب السير‘ جي مصنف خواند مير جو پوٽو ۽ سلطان جنيد صفويءَ جو ڏوهٽو هو مير ابوالبقا بهرور علي ابتدائي تعليم ٺٽي جي نامور عالمن کان ورتي. سندس والد مير عبدالرحمٰن سبزواريءَ سندس تربيت ۾ ڪا به ڪسر نه ڇڏي. پنهنجن وڏن وانگر مير بهرور علي عالم ۽ فاضل هجڻ سان گڏوگڏ وڏو شاعر هو ۽ شاعريءَ ۾ ’بهرور‘ تخلص استعمال ڪندو هو. هي مير حيدرالدين ابوتراب ڪامل جهڙي جيد عالم ۽ فاضل جو شاگرد هو. ان ڪانسواءِ هن هڪ ڪتاب ’تاريخ چراغ هدايت المعروف به بهرورشاهي‘ نالي لکيو، جيڪو صوفي شاهه عنايت شهيد جي شهادت جو سڀ کان پهريون قديم تاريخي ماخذ آهي، جنهن ۾ صوفي شاهه عنايت جي شهادت جو تفصيلي احوال ملي ٿو.

مير ابوالبقا بهرور عليءَ جي اها تصنيف دراصل چوڏهن معصومين عليهم السلام جي سوانح حيات تي مشتمل آهي، پر آخري ٻن بابن مان هڪ ۾ سبزواري سيدن جو احوال آهي ۽ آخري باب ۾ ٻين عبرتناڪ واقعن سان گڏ صوفي شاهه عنايت شهيد جي شهادت جو پڻ سربستو احوال موجود آهي. صوفي شاهه عنايت جي شهادت جو سڀ کان پهريون ۽ قديم ترين ماخذ مير ابوالبقا جو لکيل هي ڪتاب ’تاريخ چراغ هدايت‘ ئي آهي. مير ابوالبقا بهرور هڪ اها تصنيف ۽ هڪ ديوان يادگار ڇڏيا آهن. مير بهرور 1157هه/ 1744ع ۾ وفات ڪئي.

**سبزواري، سيد ميرڪ يوسف:** نامور مؤرخ ۽ تاريخدان سيد ميرڪ يوسف سبزواري، مير ابوالقاسم نمڪين بن ملامير سبزواريءَ جو ٻيو نمبر فرزند هو. هن سنڌ جي تاريخ لکڻ جي حوالي سان اهم انقلاب آندو، جو تاريخ کي بادشاهي قصن ۽ داستانن کان آجو ڪري سنڌ جي عوامي ۽ ملڪي واقعن ۽ حالتن کي اجاگر ڪرڻ جو بنياد وڌو ۽ تاريخ ’مظهر شاهجهاني‘ لکيائين. هن مغل گورنرن جي دور ۾ سنڌ ۾ ٿيندڙ ظلمن ۽ سنڌ جي تباهيءَ کي پنهنجي تصنيف ’مظهر شاهجهانيءَ‘ ۾ قلمبند ڪيو.

يوسف سڄي عمر پنهنجي وڏي پاءُ وٽ سيوهڻ ۾ رهيو. هن کي مغل سلطنت طرفان جيڪو منصب مليو، اهو ڇڏي سيوهڻ ۾ گوشه نشين ٿي ويهي رهيو. سندس عمر، ڄمڻ جي هنڌ، وفات جي تاريخ ۽ سندس ٻين مصروفيتن بابت ڪابه معلومات نه ٿي ملي. هن خاندان جا به قبرستان موجود آهن. هڪ ’صف صفا‘ نالي بکر ۾، ٻيو مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي ’گورستان امير خاني‘ نالي سان مشهور آهي. پر انهن ٻنهي قبرستانن ۾ ميرڪ يوسف جي قبر جو ڪوبه نشان نه ٿو ملي. انهن قبرستانن ۾ ڪيترين ئي قبرون ڊهي پٽ ٿي چڪيون آهن ته ڪن جا ڪتبا ضايع ٿي چڪا آهن.

**سبزواري مير ابوالمڪارم بکري:** مير ابوالمڪارم بکري، سلطان محمود خان جي اميرن ۾ داخل ٿيڻ ڪانپوءِ مستقل سيوستان (سيوهڻ) ۾ رهائش اختيار ڪئي، جنهن ڪانپوءِ هي پاڻ کي مير ابوالمڪارم سيوستاني سڏرائڻ لڳو. مير علي شير قانع ٺٽويءَ ’تحفة الڪرام‘ ۾ هن بابت لکيو آهي ته، ”مير ابوالمڪارم سبزواري پهرين ميرزا شاهه حسن بيگ ارغون جي اميرن ۾ شامل هو ۽ ان جي وفات ڪانپوءِ سلطان محمود خان ڪوڪلتاش جي اميرن ۾ داخل ٿيو. سلطان محمود خان، ’مير ابوالمڪارم‘ کي ايران جي بادشاهه اسماعيل شاهه صفويءَ ڏانهن ايلچي ڪري موڪليو، جتي هن مقدس مقامات جي زيارت ڪئي ۽ اتان قسمين قسمين جا تحفا ۽ ’سلطاني‘ لقب ماڻي واپس سنڌ آيو. نيڪ صفت انسان هو ۽ شاعريءَ ۾ به گهڻي مهارت حاصل هئس.“

سندس اولاد مان مير عبدالله عريضي، ميرزا غازي بيگ جو خاص مصاحب هو ۽ سندس پڙپوٽي مير ابوالبقا بهرور عليءَ هڪ مستند تاريخ 'چراغ هدايت' لکي، جيڪا شاهه عنايت شهيد جي شهادت جو سڀ کان آڳاٽو ماخذ آهي.

**سبزواري، مير ابوالمڪارم شهود:** سيد ابوالمڪارم سبزواري وڏو عالم ۽ فاضل ٿي گذريو آهي. سندس والد سيد ابوالبقا امير خان بن ميرابوالقاسم نمڪين بن ملا مير سبزواري هو. 'تحفة الڪرام' جي مصنف ميرعلي شير قانع ٺٽويءَ هن کي 'ولي ڪامل' لکيو آهي. اڳتي لکي ٿو ته اباڻي ملڪيت ڪافي هئس، پر هن پنهنجي لاءِ اميراڻي زندگيءَ تي درويشاڻي زندگيءَ کي ترجيح ڏني. هو الله جو نيڪ ولي هو. وٽس وڏو ڪتبخانو موجود هو، جتي ڏينهن رات مطالعي ۾ مشغول رهندو هو. ميرابوالمڪارم وڏو شاعر هو ۽ سندس تخلص شهود هو. سندس ٻه مثنويون مشهور آهن: (1) پريخانه سليمان ۽ (2) مثنوي بديع الجمال وسيف الملوڪ. ان کانسواءِ سندس ڪيترائي غزل مختلف قلمي بياضن ۾ ملن ٿا. مير صاحب ديوان مرتب ضرور ڪيو هوندو، پر اهو صفحهٔ هستيءَ تي موجود نه آهي. مثنوين مان به صرف 'پريخانهٔ سليمان' مثنوي موجوده وقت سنڌالاجيءَ ۾ موجود آهي. باقي ٻي ڪٿي آهي، ڪا خبر نه آهي. ميرابوالمڪارم جون قطعه تاريخون به ملن ٿيون، جن مان خبر پوي ٿي ته ماده تاريخ ۾ کيس وڏي مهارت حاصل هئي.

ميرعلي شير قانع ٺٽوي سندس وفات جو سال 1073هه/ 1662ع ڄاڻايو آهي. وفات سيوهڻ ۾ ڪيائين، تنهنڪري جوار حضرت قلندر لعل شهباز ۾ دفن ٿيو. وفات کان چند ساعتون اڳ هيٺين تاريخ پنهنجي وفات تي خود چيائين:

ڪسي گرزپرسدز تاريخ ما،
همين گو "بجنت خدا ددجا"
1073هه

اها ئي قطعه تاريخ سندس مزار تي اُڪريل آهي.

**سبزواري، مير حيدرالدين:** مير حيدرالدين ابوتراب 'ڪامل' سبزواري سنڌ جو نامور عالم ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. ميرعلي شير قانع ٺٽويءَ پنهنجي ڪتابن 'تحفة الڪرام' ۽ 'مقالات الشعراء' ۾ مير حيدرالدين جي علمي لياقت بابت تمام گهڻي تعريف ڪئي آهي. مير حيدرالدين جو والد مير رضي الدين فدائي بن ميرابوالمڪارم شهود بن ميرابوالبقا اميرخان بن ميرابوالقاسم نمڪين بن ملامير سبزواري هو. ٺٽي ۽ بکرجي ڪيترن ئي مغل نوابن کيس نذرانا پيش ڪيا، پر هن ڪڏهن به قبول نه ڪيا. مير صاحب هميشه استغراق جي عالم ۾ هوندو هو ۽ سندس ڪيترين ڪرامتون مشهور آهن. هن سنڌي، هندي ۽ فارسيءَ ۾ شاعري ڪئي آهي.

ميرعلي شير لکي ٿو ته ميرحيدرالدين پنهنجي ڪلام جا ڏهه ضخيم جلد تيار ڪيا، جن کي محمد پناهه رجا ٺٽويءَ جي حوالي ڪيائين ته هو انهن کي مرتب ڪري." محمد پناهه رجا اهي مرتب ڪيا يا نه، پر اڄ اهي موجود نه آهن. يعني ڏهن جلدن تي مشتمل سمورو ڪلام ضايع ٿي ويو يا وري ڪنهن شاعر پنهنجي نالي ڪري ڇڏيو. سندس شاگردن مان محمد پناهه رجا ٺٽوي ۽ ميرابوالبقا بهرور علي گهڻا مشهور آهن.

مير ميرحيدرالدين 1164هه/ 1751ع ۾ وفات ڪئي، مير علي شير قانع هيٺينءَ ماده تاريخ چئي آهي:

"ان للمتقين جنت"
1164هه

**سبزواري، مير رضي الدين فدائي:** مير رضي الدين 'فدائي' سبزواري 1048هه/ 1638ع ۾ ڄائو. مير رضي الدين جو والد مير ابوالمڪارم شهود بن ميرابوالبقا بن ميرابوالقاسم نمڪين بن ملا امير سبزواري هو. مير رضي الدين صاحب ديوان شاعر هو. ميرعلي شير جو قول آهي ته هو پنهنجي وقت جو ڪامل شاعر هو. سندس شاعريءَ جو مجموعو 'ديوان فدائي' گم ٿي چڪو آهي، پر سنڌ جي قديم قلمي بياضن ۾ سندس شعر ملن ٿا. سندس شاعريءَ تي ناصرعلي سرهنديءَ جو وڏو اثر آهي. هي اڪثر پنهنجن وڏن وانگر هندستان ايندو ويندو هو. انهيءَ وجهه سان پيرحسام الدين راشدي پنهنجي ڪتاب 'تذڪره' امير خاني' ۾ لکي ٿو ته، "مير رضي الدين جي شاعريءَ تي ناصرعلي سرهنديءَ جو وڏو اثر هو، ممڪن آهي ته ساڻس دوستيءَ يا شاگرديءَ جو تعلق هجيس. ٻئي همعصر هئا." مير رضي الدين 1120هه/ 1708ع ۾ وفات ڪئي، ميرعلي شير قانع هيٺين قطع تاريخ چئي:

بسڪ بفوتش همه گفتندهي،
"هي رضي الدين" بود سال وي.
1120هه

**سبزواري، مير عبدالرزاق:** ميرعبدالرزاق سبزواري، شاهجهان جي زماني ۾ نوصدي منصب تي فائز هو. ميرعبدالرزاق بن ميرابوالبقا اميرخاني بن اميرابوالقاسم نمڪين بن ملامير سبزواري تمام ذهين ۽ عالم فاضل هو.

ميرعلي شير قانع ٺٽوي 'مقالات الشعرا' ۾ لکي ٿو ته، "مير عبدالرزاق جامع علوم عقلي و نقلي هو. زبان ۾ لڪنت (ٻاتاڻ) هئس، پر لغت تي اينتري قدرت هئس، جو جڏهن به ڪو اکر ادا ڪري نه سگهندو هو ته فوراً ان جو مترادف اهڙي تسلسل ۽ روانيءَ سان آڻيندو هو، جو ٻڌندڙ کي محسوس ئي نه ٿيندو هو.

ميرعبدالرزاق بهترين شاعر پڻ هو. 22 شوال 1041هه/ 2 مئي 1632ع تي ميرعبدالرزاق، شاهجهان بادشاهه جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ جواهر، هڪ هزار مهرون ۽ ٺٽي جا ٺهيل ڪپڙا سندس خدمت ۾ پيش ڪيائين، انهيءَ وقت بادشاهه کيس ٺٽي جو صوبيدار مقرر ڪيو.

ميرعبدالرزاق 1062هه/ 1652ع ۾ وفات ڪئي. سندس ڪتبي

تي هڪ طويل قطعہ تاريخ اڪريل آهي. انهيءَ جا ٻہ شعر هت ڏجن ٿا:

عبدالرزاق ڪہ روحش قرين
باد ز ايزد بهزار آفرين
ترڪ ازين عالم فاني گرفت
”ملڪ بقا آل حسيني گرفت“

1062هہ

**سبزواري مير عبدالله ٺٽوي:** مير عبدالله سبزواري ’خان عريضيءَ‘ جي نالي سان مشهور هو ۽ سندس تخلص ’عريضي‘ هو هي سيد ابوالمڪارم سيوستاني بن سيد غياث الدين محمد المعروف بہ سلطان رضائي العريضي السبزواريءَ جو فرزند هو. هن جو ڏاڏو سيد غياث الدين رضائي، تاريخ ’حبيب السير‘ جي مصنف خواند امير جو پوٽو ۽ سلطان جنيد صفويءَ جو ڏوهٽو هو. مير عبدالله عريضي، ميرزا غازي بيگ ترخان جو خاص مصاحب هو. جڏهن قنڌار، ميرزا غازي بيگ جي جاگير ۾ آيو هو تہ هن سيد عبدالله کي ايران جي شهنشاهہ ڏانهن پنهنجو سفير ڪري موڪليو، جتي هن حضرت امام علي رضا عليہ السلام جي روضي جي پڻ زيارت ڪئي.

عريضي خاندان پهرين بکر ۾، پوءِ سيوهڻ ۾ ۽ آخر ٺٽي ۾ اچي رهيو. ميرزا غازيءَ جي وفات کانپوءِ سيد عبدالله ٺٽي ۾ ڪنهن سرڪاري منصب تي هجڻ ڪري هميشہ لاءِ اتي رهي پيو. پيري اچڻ کانپوءِ سرڪاري منصب ترڪ ڪري گوشہ نشين ٿيو. سرڪار طرفان ڪيس گهڻو سمجهايو ويو، پر هن انڪار ڪيو. هن کي ڏسي سندس پاءُ مير عبدالرسول بہ سرڪاري عهدو ڇڏي ڏنو ۽ اهو بہ پنهنجي پاءُ مير عبدالله وانگي گوشہ نشين ٿي ويٺو. ٺٽي ۾ گوشہ نشين ٿيڻ کانپوءِ جلد سيد عبدالله عريضي سبزواري، 16 شعبان المعظم 1054هہ/ 8 آڪٽوبر 1644ع تي وفات ڪئي. ميرعلي شيرقانع ٺٽويءَ سندس وفات تي هيٺين فقري مان ماده تاريخ ڪڍي آهي:

في جنة عافية

1054هہ

ميرعلي شيرقانع ٺٽوي پنهنجي ڪتابن ’تحفة الڪرام‘ ۽ ’تذڪرة مقالات الشعرا‘ ۾ سيد عبدالله عريضيءَ بابت اهو لکي ٿو تہ، ”سيد عبدالله پنهنجي دور جو بهترين شاعر هو ۽ سندس تخلص ’عريضي‘ هو.

**سبي:** سبي، بلوچستان صوبي جي هڪ ڊويزن آهي، جنهن ۾ چار ضلعا سبي، نصيرآباد، ڪڇي، ۽ ڪوهلو اچي وڃن ٿا. هن ۾ ڏهن لکن کان مٿي آبادي رهي ٿي. ضلعي جو اترين ۽ وچين علائقو گهڻو ڪري جابلو آهي. بلوچستان جو سڀ کان بلند جبل هن ضلعي ۾ آهي. ضلعي ۾ آبپاشي ناڙي بند ذريعي ٿيندي آهي. هن ضلعي مان چونو ۽ لوهہ نڪري ٿو سبي، ماضيءَ ۾ سنڌ جو ڀاڱو رهيو هو. آرين جي دور کان وٺي سبيءَ جي تاريخ، سنڌ سان لاڳاپيل رهي آهي. سبيءَ جو نالو هڪ عورت ’سيوي‘ تان رکيل آهي، جيڪا صديون اڳ پنهنجي قبيلي سان رهندي هئي ۽ روايت موجب آريہ حڪمران هئي. بعد ۾ ان قبيلي کي ’سبيا‘ نسل سڏيو ويو. عربن جڏهن سنڌ تي حملو ڪيو تڏهن سبيءَ ۾ پڻ سڄيءَ سنڌ وانگر هوڏين جي حڪمراني هئي. 1511ع کان 1700ع




تائين ارغون، 1700ع کان 1739ع تائين ڪلهوڙن جي حڪمراني رهي. 1747ع ۾ دراني خاندان حاڪم بڻيو. 1841ع کانپوءِ انگريزن جو عمل دخل شروع ٿيو. سبيءَ کي سڀ کان وڌيڪ ڪلهوڙن جي دور ۾ اهميت ملي. انگريزن جي دور ۾ هتي مزاحمت ٿيندي رهي. مرين ۽ بگٽين انگريزن سان سخت ويڙهہ ڪئي، اهوئي ڪارڻ آهي، جو انگريز سبيءَ ۾ پنهنجا پير ڄمائي نہ سگهيا. ٽالپرن جي دور ۾ سبيءَ جا سنڌ جي حڪمرانن سان بنهہ ويجها لاڳاپا قائم رهيا.

سبيءَ ۾ ’بولان ميوزم‘ آهي، جنهن کي ’سبي ميوزم‘ بہ چيو وڃي ٿو. هي بلوچستان جي صف اول جو عجائب گهر آهي، جتي انتهائي ناياب ۽ قديم آثارن جون وٿون موجود آهن، جيڪي سنڌ جي تاريخ سان بہ واسطو رکن ٿيون. سبي گرم ترين خطي طور بہ مشهور آهي، سخت گرمين ۾ هتي گرمي پد 50 ڊگرين کان بہ وڌيڪ هوندو آهي.

**سبي فورٽ** (Sibi Fort): بلوچستان جي ضلعي سبيءَ ۾ بولان لڪ وٽ سبي شهر جي ويجهو هي قلعو موجود آهي. تاريخن پٽاندڙ سبيءَ جو شهر ۽ قلعو ’شوين‘ نهرايو، جيڪي چڱو عرصو هتان جا حڪمران



ٿي رهيا. سندن نالي سان قلعو ’سبي‘ سڏيو وڃي ٿو. ڇچ ڪين 550 عيسويءَ ۾ لوڏي ڪيو ۽ سبيءَ کي سنڌ جي راڄ ۾ شامل ڪري ڇڏيو. ان کان پوءِ محمد بن قاسم 8 صدي عيسويءَ ۾ اهو راڄ ختم

ڪيو ۽ اسلامي حڪومت لاڳو ڪئي. 1004ع ۾ هيءُ قلعو محمود غزنويءَ جي هٿ هيٺ رهيو. اهڙي نموني، مختلف وقتن تي هيءُ قلعو زور آورن جي هٿ هيٺ رهندو آيو. نادر شاهه جي وفات کانپوءِ هتي جي مقامي حاڪمن درانين جي هٿ هيٺ رهي، 1879ع ۾ انگريزن هن قلعي کي فتح ڪيو. قلعو مرامت ٿيندو يا ڀيهر ٺهندو پئي آيو آهي.



هاٿوڪي قلعي جا گهڻا حصا شاهه بيگ ارغون 1511ع ۾ فتح ڪرڻ کانپوءِ ٺهرايا. هيءُ قلعو 280 ميٽر ڊگهو ۽ 140 ميٽر ويڪرو آهي ۽ وڏن بنيادن تي ٺهيل آهي. هن ۾ پڪيون سرون استعمال ٿيل آهن. جن جي ماپ 10X7X2 انچ آهي. قلعي کي ٻه دروازا آهن. هڪ ڏکڻ ڪنڊ ۾ ۽ ٻيو اُترندي پٽ جي وچ ۾ ٺهيل آهي. ڪنڊن تي اڌ گول منارا ٺهيل هئا، جيڪي ڪجهه عرصو اڳ ڪري پيا آهن. هرهڪ دروازي تي هڪ 'واچ ٽاور' ٺهيل آهي. اهي ٽاور هينئر جُهرندڙ حالت ۾ آهن. اپرندي دروازي وٽ ٻه وڏا پاندا، هڪ ٿلهي تي ٺهيل آهن. هنن پاندن کي ڇهه فوٽ پٽ ڏنل آهي. هرهڪ پاندي تي مٿي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ ڏنل آهي. ڏاڪا لنبيل آهن. ڏاڪڻ کي اولهه پاسي مٿي وڃڻ لاءِ هڪ ننڍڙو دروازو ڏنل آهي. هي پاندا چڱيءَ حالت ۾ آهن، توڙي جو انهن جو مٿيون حصو زبون حال آهي. نشانين مان لڳي ٿو ته اندر گهڻيون عمارتون هيون. جيڪي 76-1975ع ۾ فوج ڪشيءَ سبب ڊائيون ويون. پٽين تي 8 عدد گول برج (Basions) وٿين تي ٺهيل هئا. پٽيون ڳري ۽ ڪري چڪيون آهن. انهن جي اوچائيءَ 5 کان 8 فوٽ بچي آهي. ٻاهريون سرون پنهنجي جاءِ ڇڏي چڪيون آهن ۽ جتي ڪٿي قلعي ۾ ڏار پيل آهن.

هيءُ تمام پراڻو ۽ اهم قلعو آهي. هن خطي ۾ اڳيئي ان قسم جي آثارن جي کوٽ آهي ۽ هن وقت هي آثار ٻه جڻ ته پوين پساهن ۾ آهي. هن جي ترت مرمت نه ڪرائي وئي ته ڍهي پوندو ۽ سرون ۽ بچيل سامان ماڻهو پنهنجي گهرن ۾ استعمال ڪري ڇڏيندا.

**سبيل**: سَبيل جي لغوي معنيٰ آهي: "اهڙو رستو جنهن تي هلڻ سولو هجي." هي لفظ سُبُل جو جمع آهي. قرآن مجيد ۾ به سَبِيل جو لفظ ڪافي هنڌن تي ڪتب آيو آهي. "اهو جيڪو ان جي وات ۾ سفر ڪرڻ جي طاقت رکندو هجي" (آل عمران: 97). "جيڪڏهن هنن مون (رسول اللهﷺ) سان گڏ (حق جو) رستو اختيار ڪيو هجي ها" (الفرقان: 27). هن آيت ۾ مجازي طرح سڌي رستي جي معنيٰ ۾ لفظ 'سبيل' استعمال ٿيو آهي اهڙيءَ ريت هي لفظ مجازيءَ طرح مقصد حاصل ڪرڻ جو ذريعو ۽ ڪنهن مصيبت يا مشڪل مان نڪرڻ جي رستي جي معنيٰ ۾ به ڪتب اچي ٿو جيئن: "يا خدا! انهن جي نڪرڻ لاءِ ڪو رستو پيدا ڪر." (النساء: 15).

ايشيا کنڊ جي ملڪن ۾ رستن تي پيئڻ جي پاڻيءَ جو انتظام ڪيو ويندو آهي، جنهن کي 'سبيل' سڏبو آهي. ان لفظ جو اهو استعمال گهڻي قدر 'في سَبِيلِ الله' جي جملي مان پيو آهي، ڇو ته هي جملو هران ڪم لاءِ ڪم ايندو آهي، جيڪو الله تعاليٰ جي نالي تي ڪيو وڃي ٿو.

**سبيل امام حسين عليہ السلام**: سبيل لفظ جي معنائن مان هڪ معنيٰ اها به آهي ته 'شهداءِ ڪربلا جي ياد ۾ راهگيرن يا اُڃارن کي ٿڌو پاڻي پيارڻ' (جامع فيروز اللغات). ڪربلا جي ميدان ۾ 10 محرم الحرام 61 هه/ 10 آڪٽوبر 680ع تي حضرت امام حسين عليہ السلام ۽ سندس ساٿين کي ٽن ڏينهن کان اڃيو ۽ بکيو رکي شهيد ڪيو ويو. سندن شهادت کانپوءِ عزاداريءَ جو سلسلو شروع ٿيو ۽ هر سال محرم ۽ صفر جي مهينن ۾ حضرت امام حسينؑ جي شهيدن جي ياد ۾ سبيلون لڳايون وينديون آهن. سبيلن تي شربت، خاص ڪري کير جو شربت ۽ سادو ۽ ٿڌو پاڻي رکيو ويندو آهي ۽ عام ماڻهن کي پياريو ويندو آهي. پهرين محرم کان وٺي ائين ربيع الاول تائين اهو سلسلو هلندو آهي، پر ستين محرم کان ٻارهين محرم تائين اڪثر مسلمان ۽ خاص ڪري اهل تشيع هرهنڌ سبيلون لڳائيندا آهن.

**سبيءَ وارو جهڏو**: ضلعي لسٻيلي، بلوچستان جي ٻاهوٽي ناڪي وٽ هي ماڳ موجود آهي. هي هڪ چشمو آهي. هن جهڏي سان سنڌ ۽ بلوچستان جو مشهور داستان سسئي پنهونءَ جو واسطو ڇيو وڃي ٿو. چيو وڃي ٿو ته جڏهن سسئي پنهونءَ کي ڳوليندي هن هنڌ تي پهتي هئي ۽ اڃ ۾ صفا بيحال ٿي پئي هئي، ته معجزاتي طور هتي هيءُ چشمو پيدا ٿي پيو هو. هيءُ قصو سنڌي، بلوچي، سرائيڪي ۽ پنجابي ٻولين ۾ مشهور ۽ منظوم آهي.

**سيا**: 'سيا' جي لغوي معنيٰ 'ماڻهن جو ميڙ'، 'منڊلي'، 'جماعت' يا 'دربار' آهي. سيا، راجن جا فيصلا ڪرڻ توڙي ٻين اهم معاملن لاءِ ڪوٺائي ويندي هئي. رگ ويد واري دؤر ۾ 'سيا' هڪ ملڪي ڪائونسل هوندي هئي، جنهن ۾ راجا پاڻ حاضر ٿي ملڪ جو ڪاروبار هلائيندو هو. وڏا وڏا معاملا اتي نبرندا هئا. ان ڪري اها جماعت يا ڪائونسل خاص اهميت رکندي هئي. راجا، جڏهن سيا ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ايندو هو، تڏهن پٽ پريان ئي سندس اچڻ جي سڌ ڏيندا هئا. سندس وڏائي ۽ واکاڻ ڪندي بيت ۽ ڏوهيڙا چوندا هئا ۽ راجا جو حڪم ٻين تائين پهچائيندا هئا. راجا پنهنجي سينگاريل گاديءَ تي ويهندو هو. سندس امير، وزير، مقرر ٿيل جاسوس ۽ صلاحڪار چوڌاري ميڙ ڪري ويهندا هئا. راجا پاڻ سياپتر ٿيندو هو ۽ درٻارين مان ڪي مشير ٿيندا هئا. راجا جي فيصلي کي سڀ قبول ڪندا هئا.

**سڀاش چندر بوس:** سڀاش چندر بوس، گڏيل هندستان جو نالي وارو قومپرست سياستدان ۽ انقلابي اڳواڻ ٿي گذريو آهي. هندستان جي انگريزن کان آزاديءَ واري جنگ ۾ سندس ڪردار گانڌيءَ جي عدم تشدد ۽ نهروءَ جي فهم ۽ فراست واري سياست جي ابتڙ انگريزن کان طاقت جي زور تي هندستان کي آزادي ڏيارڻ وارو هو.



سڀاش چندر بوس، بنگال پرڳڻي جي هڪ هندو 'ڪائست' (برهمڻ: Kayastha) خاندان ۾، 23 جنوري 1897ع ۾، ڪٽڪ، اوڙيسا (Cuttack, Odisha) ۾ ڄائو جيڪا رياست اُن وقت بنگال پريزيڊنسيءَ جو حصو هئي. هن جو والد جانڪيناٿ بوس، سرڪاري وڪيل هو ۽ کيس راءِ صاحب جو لقب مليل هو. سڀاش چندر بوس جي والده جو نالو پربا ديوي هو. هن جي مائٽن جو اباڻو گهر ڪوڊاليا ڳوٺ (Kodalia Village) ۾ هو، جيڪو اڄڪلهه 'سڀاش گرام' جي نالي سان ڄاتو وڃي ٿو.

سڀاش چندر بوس تي والدين جي زندگيءَ جو وڏو اثر هو. سندس والدين سٺن خيالن جا هئا ۽ غريبن سان محبت ڪندا هئا. سڀاش جي ماءُ مذهبي هئي ۽ ننڍڙو سڀاش وٽس نندڍيءَ جمار ۾ ساڌن ۽ سنتن جون ڳالهيون ٻڌندو هو، جيڪي کيس ڏاڍيون وڻنديون هيون. ننڍي هوندي کان هو فطرتاً رحمدل ۽ سخي هو ۽ غريبن ۽ اپاهجن کي ڏاڍو پيائيندو هو.

سڀاش چندر، ابتدائي تعليم هڪ اينگلو اسڪول، اسٽيوئرسٽ اسڪول، ڪٽڪ (Stewart School Cuttack) ۾ ورتي. نهايت ذهين شاگرد هو ۽ 14 ورهين جي ڄمار ۾ روينشا ڪاليجيئٽ اسڪول مان، 1911ع ۾، مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪري سڄي ڪلڪتي صوبي ۾ ٻيو نمبر آيو.

ان ڪانپوءِ هو 'پريزيڊنسي ڪاليج' ۾ داخل ٿيو، جتي 'قومپرستيءَ وارا خيال' رکڻ ڪري کيس ڪاليج مان نيڪالي ڏني وئي ۽ هن پوءِ ڪلڪتي يونيورسٽيءَ سان لاڳاپيل اسڪاٽش چرچ ڪاليج ۾ داخلا ورتي، 1919ع ۾ اُتان فلسفي ۾ گريجوئيشن ڪئي.

سڀاش چندر بوس، 1919ع ۾، پيءُ سان اهو وچن ڪري انگلنڊ اُسهيو ته هو 'انڊين سول سروس' (ICS) جو امتحان ڏيندو. هن فٽز وليم ڪاليج ڪئمبرج ۾ داخلا ورتي ۽ اتان 19 نومبر 1919ع تي ICS جي امتحان ۾ چوٿون نمبر آيو ۽ ICS لاءِ چونڊجي ويو پر هن ڌارين حڪومت جي هٿ هيٺ اهڙي ملازمت ڪرڻ پسند نه ڪئي، جيڪا برطانوي مفادن جي نگران هجي. ان ڪري هن سول سروس جي ملازمت تان استعيفا ڏئي ڇڏي ۽ هندستان موٽي آيو. هن هتي اچي 'سوراج' اخبار جاري ڪئي ۽ بنگال صوبائي ڪانگريس ڪميٽيءَ جي پرچار شروع ڪري ڏني. هن جو اُستاد (mentor) چترنجنداس هو جيڪو بنگال جي 'شدت پسند قومپرستيءَ' جو وڏو پرچارڪ هو. 1923ع ۾ سڀاش چندر بوس 'آل انڊيا يوٿ ڪانگريس' جو صدر ۽ گڏوگڏ بنگال اسٽيٽ ڪانگريس جو سيڪريٽري چونڊيو ويو. ان سان گڏ هو چترنجنداس جي جاري ڪيل اخبار 'فارورڊ' (Forward) جو ايڊيٽر به رهيو. 1924ع ۾ جڏهن چترنجنداس ڪلڪتي ميونسپل ڪارپوريشن جو ميئر چونڊيو ويو ته چندر بوس سندس جاءِ تي ميونسپل ڪارپوريشن جو چيف ايگزيڪيوٽو آفيسر (CEO) چونڊيو. 1925ع ۾ جڏهن قومپرستن خلاف وڏي پيماني تي وٺ پڪڙ شروع ٿي وئي ته بوس کي گرفتار ڪري 'مانڊلي' (Mandaly) جيل ۾ رکيو ويو جتي کيس سلهه ٿي پئي.

1927ع ۾ جيل مان آزاد ٿيڻ ڪانپوءِ، سڀاش چندر بوس، ڪانگريس پارٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري ٿيو ۽ جواهر لعل نهروءَ سان گڏجي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪيائين. بوس کي هڪ ڀيرو وري 'سول نافرماني تحريڪ' دوران گرفتار ڪري جيل موڪليو ويو، جنهن وقت هو 1930ع ۾، ڪلڪتي جو ميئر چونڊجڻ وارو هو.

1930ع جي وچ ڌاري سڀاش چندر بوس يورپ جو دورو ڪيو، جتي هن هندستاني شاگردن، يورپي سياستدانن ۽ مسولنيءَ سان ملاقاتون ڪيون. هن اتي پارٽي تنظيم ڪاريءَ توڙي ڪميونزم ۽ فاشزم جو عملي روپ ڏٺو. 1938ع ۾ بوس قومي سطح جو اڳواڻ ٿي اُڀريو ۽ ڪانگريس جي صدارت لاءِ نامزد ٿيڻ قبول ڪيائين.

سڀاش چندر بوس 'سوراج' (Self Government) لاءِ اهو نعرو هڻي اُٿي کڙو ٿيو ته برطانيا کان 'طاقت جي زور تي آزادي وٺڻ گهرجي'. اُن ڪري سندس مهاتما گانڌيءَ جي 'پُرامن جدوجهد' واري پاليسيءَ سان ٽڪراءُ ٿي پيو ۽ هُن بوس جي پاليسيءَ جي مخالفت ڪئي. بوس، ٻنهي ڌرين ۾ اتحاد جي خواهش ڏيکاري، پر گانڌيءَ کيس ڌار ڪئبنيٽ جوڙڻ جو مشورو ڏنو. ان اختلاف بوس ۽ نهروءَ ۾ به ويڇا وجهي ڇڏيا. بوس 1939ع ۾، بيماريءَ جي حالت ۾ پاڻ کي اسٽريچر تي کڻائي به ڪانگريس جي اجلاس ۾ شرڪت ڪئي. اجلاس ۾ صدارت لاءِ ٽي نالا سامهون آيا. سڀاش چندر بوس، پٽا ڀائي سيتارامايه ۽ ابوالڪلام 'آزاد'. مولانا ابوالڪلام آزاد، بيماريءَ سبب صدارتي عهدي تي ويهڻ تان انڪار ڪيو. نتيجي طور 29 جنوريءَ تي، مهاتما گانڌيءَ جي حمايتي اميدوار پٽا ڀائي سيتارامايه جي مقابلي ۾ سڀاش چندر بوس 200 ووٽن جي اڪثريت سان ڪانگريس جو صدر چونڊجي ويو.

خيال هو ته اعتدال پسند پنهنجي شڪست خاموشيءَ سان قبول ڪندا، پر گانڌيءَ هن شڪست کي پنهنجي شڪست سمجهيو. نتيجي طور ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ٻارهن ميمبرن گڏيل طور ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميمبريءَ تان استعيفا ڏئي ڇڏي. ان ڇڪتاڻ دوران سڀاش چندر وڏيڪ بيمار ٿي پيو. ان وچ ۾ مخالفن موقعي کي غنيمت ڄاڻي، 8 مارچ تي ترپوره ۾، آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جي اجلاس ۾،

زوردار بحث ڪانپوءِ قرارداد منظور ڪرائي ورتي ته مُلڪ نازڪ صورتحال ۾ آهي، ان ڪري صدر صاحب کي درخواست ڪجي ٿي ته ايندڙ سال لاءِ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي چونڊ مهاتما گانڌيءَ جي خواهش مطابق ڪئي وڃي."

اُن تجويز ڪانپوءِ، سڀاش بابوءَ وڏي ڪوشش ڪئي ته ورڪنگ ڪميٽيءَ جو خاڪو تيار ٿي وڃي. هن بيماريءَ سبب گانڌيءَ کي لکيو ته هو مهرباني ڪري ڪلڪتي اچي، پر گانڌيءَ انڪار ڪيو. نتيجي طور سڀاش چندر اپريل ۾ ڪلڪتي ۾ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جو اجلاس نبيري لاءِ سڏائڻ جو سوچيو، پر ٻئي ڌر مفاهمت لاءِ تيار نه هئي.



سڀاش چندر بوس ۽ مهاتما گانڌي

نتيجي طور سڀاش چندر صدارت تان استعيفا ڏيڻ جو فيصلو ڪري ورتو. پنڊت جواهر لال نهروءَ، سڀاش چندر کي درخواست ڪئي ته هو استعيفا نه ڏئي، پر سڀاش چندر بوس استعيفا ڏئي ڇڏي. ان سان گڏ هن ۽ سندس ڀاءُ سرت چندر بوس آل انڊيا ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ تان به استعيفا ڏئي ڇڏي.

اڳتي هلي سڀاش چندر بوس، 22 جولاءِ 1939ع تي، 'فارورڊ بلاڪ' ناهيو ۽ صوبائي ڪانگريس ڪميٽين جي اجازت ڪانسواءِ ستياگره جي منع خلاف 9 جولاءِ تي احتجاج جو ڏينهن ملهايو. هن ڪامياب احتجاج کان متاثر ٿي، هاءِ ڪمانڊ ورڪنگ ڪميٽيءَ هڪ قرارداد وسيلي سڀاش چندر کي ٽن سالن لاءِ ڪانگريس مان ڪڍي ڇڏيو. بنگال ڪانگريس ڪميٽيءَ، ان فيصلي کي نه مڃيو ۽ سڀاش چندر ردعمل صرف هنن لفظن ۾ ظاهر ڪيو: "بس، فقط ايترو ٿي...!"

سڀاش چندر جي فارورڊ بلاڪ ڪانگريس تي زور پريو ته جيئن ته انگريز ٻي مهاڀاري لڙائيءَ دوران جنگ ۾ قابل آهن. اُن ڪري ڪانگريس عارضي حڪومت ناهي مڪمل آزاديءَ جو اعلان ڪري، ان جون سمورين صوبائي حڪومتون هڪدم استعيفا ڏئي هٿيار بند انقلاب آڻين ۽ انگريزن جي قبضي جو خاتمو آڻين. جڏهن ڪانگريس طرفان ڪيس ڪا به مثبت موٽ نه ملي ته هن انقلابي واٽ اختيار ڪئي ۽ ڪلڪتي ۾ احتجاج ڪرايا. نتيجي طور ڪيس حڪومت هٿيار بند تحريڪ جي الزام ۾ گرفتار ڪيو. سڀاش چندر بيمار هو. هن جيل اندر خراب سلوڪ خلاف بک هڙتال ڪئي. جنهنڪري ٻاهر ملڪ ۾ عوامي غم غصي جي لهر پکڙجي وئي. نتيجي طور حڪومت مجبور ٿي ڪيس آزاد ڪيو. آزاديءَ ڪانپوءِ هن گهڻو وقت اڪيلائيءَ ۾ گذاريو، چيو وڃي ٿو ته ٻن مهينن تائين هن ڪنهن سان به ملاقات نه ڪئي ۽ اندر اندر هن هندستان جي آزاديءَ لاءِ ٻاهرين ملڪن کان مدد وٺڻ جا انسنا ناهيا. سندس خواهش هئي ته روس، جرمنيءَ جهڙن سان هندستان جي آزاديءَ لاءِ ڳالهه ٻولهه ڪري. اهڙيءَ ريت هن انقلابي رستو اختيار ڪندي، روس جي ڪامريڊ اسٽالن سان ملڻ جو فيصلو ڪيو ۽ هڪ مسلمان واپاريءَ جو ويس پائي ماسڪو وڃڻ لاءِ ڪابل پهتو، پر ڪيس روس وڃڻ لاءِ ويزا نه ملي. اُن بعد هن جرمن ڪائونسل خاني سان ڪنهن نموني رابطو ڪيو ۽ هٽلر جي سفير ڪيس برلن جي ويزا ڏني، سرڪاري خرچ تي برلن روانو ڪيو، جتي هن هندستان مان انگريزن کي نيڪالي ڏيڻ جي لاءِ ايڊولف هٽلر سان ڪيترئون ملاقاتون ڪيون. هن جرمن ريڊيو تان به ڪيترا ڀيرا هندستاني عوام کي خطاب ڪيو، پر جرمن سرڪار جي هندستان جي آزاديءَ لاءِ ڪا خاص پيش رفت نه ڏسي سڀاش چندر بوس نيٺ مايوس ٿيو ۽ هڪ ڏينهن پنهنجي زال ۽ ڌيءَ کي جرمنيءَ ۾ ڇڏي، خاموشيءَ سان هڪ جپاني آبدوز ۾ سوار ٿي سنگاپور وڃي پهتو. سنگاپور تي قابض جپاني فوجي قيادت، سنگاپور کي انگريزن کان آزاد ڪرائي، انگريزن جي پگهاردار هندستاني جنگي فوجين مان هڪ 'آزاد فوج' جوڙي ورتي هئي. سڀاش چندر بوس، انهيءَ انڊين نيشنل آرميءَ جي ڪمان وڃي سنڀالي ورتي ۽ اُن کي 'آزاد هند فوج' (Indian National Army) نالو ڏنو. هن 5 جولاءِ 1943ع تي، سنگاپور ۾ 'آزاد هند فوج' جي پريڊ کي مخاطب ٿيندي چيو:

"اڄ منهنجي زندگيءَ جو فخر مند ڏينهن آهي، هڪ غلام فرد لاءِ ان کان وڏيڪ ڪهڙو اعزاز آهي ته هو آزاديءَ جي فوج جو پهريون سپاهي آهي. آءٌ اوهان کي يقين ڏياريان ٿو ته آءٌ اوهان سان اونداهين راتين توڙي روشن ڏينهن ۾ گڏ آهيان. اوهان جو ڏکن سکن ۾ ساٿي رهندس، ناڪاميءَ ۽ ڪاميابيءَ ۾ اوهان سان گڏ آهيان. آءٌ اوهان کي بک، اُڃ، ڏکن مارچن ۽ موت کان سواءِ ڪجهه نه ٿو ڏئي سگهان. پر جيستائين اوهان منهنجا ساٿي ۽ همراه آهيو ته مون کي يقين آهي ته آءٌ اوهان کي سوڀ ۽ آزاديءَ طرف وٺي ويندس. اهو ڪو مسئلو نه آهي ته اسان مان ڪير زنده هوندو، جو آزادي ڏسي سگهندو. اسان لاءِ اهو ئي ڪافي آهي ته هندستان آزادي ماڻي، اسان هجون نه هجون!"

سڀاش چندر بوس، هڪ موقعي، 6 جولاءِ 1944ع تي، پنهنجيءَ تقرير ۾، سنگاپور مان 'آزاد هند ريڊيو' تي مهاتما گانڌيءَ کي 'قوم جو پيءُ' (Father of Nation) سڏيندي، کيس مخاطب ٿيو ته هو کيس دُعا ڪري ۽ سندس لاءِ نيڪ تمنائن جو اظهار ڪري ته جيئن هو آزاديءَ جي جنگ ۾ ڪامياب ٿئي."

هن جا مشهور نعرا هئا: (1) ’توهان مون کي رت ڏيو، آءٌ اوهان کي آزادي ڏيندس‘، (2) ’دهليءَ هلو‘ (Delhi Chalo)، (3) ’ڄئہ هند‘. سپاش چندر جو آخري نعرو ’ڄئہ هند‘ اڳتي هلي هند سرڪار ۽ انڊين آرميءَ جو مقبول نعرو بڻجي ويو.

سپاش چندر بوس، آزاد هند فوج وسيلي برما فتح ڪرڻ ڪانپوءِ ارادو ڪيو تہ آسام تي چڙهائي ڪري هندستان ۾ داخل ٿجي. ڪجھہ ابتدائي ڪاميابين ڪانپوءِ انگريز شاهيءَ، هوائي جنگ دوران آزاد هند فوج کي تمام گهڻو نقصان پهچايو.

آگسٽ 1945ع ڌاري جپان جي شاهي حڪومت جي اڳواڻ هيرو هيٽو اعلان ڪيو تہ ’آزاد هند فوج‘ جي اعليٰ ڪمانڊر سپاش چندر بوس جو هوائي جهاز چين جي هڪ هيٺ ۾ ڪري تباهہ ٿي ويو. اهڙيءَ ريت پراسرار حالتن ۾ سپاش چندر بوس جو المناڪ موت، شڪ ۽ گمان جي درمياني ڪيفيت ۾ ٿيو.

چيو وڃي ٿو تہ سپاش چندر بوس جو موت، تائيهوڪو ’Taihoku‘ (Taipel)، تائيوان ۾، 18 آگسٽ 1945ع تي، جهاز جي هڪ حادثي ۾ ٿيو. جڏهن هو ٽوڪيو (Tokyo) پئي ويو، جتان امڪان هو تہ سوويت يونين وڃي ها. اهو بہ چيو وڃي ٿو تہ سپاش چندر جو جسم گهڻيءَ حد تائين سڙي چڪو هو ۽ هڪ مقامي اسپتال ۾ ڇهن ڪلاڪن بعد دم ڏنو هئائين. ڪرياڪرم ڪانپوءِ، تائيهوڪو جي ’نشي هونگنجي ٽيمپل‘ (Nishi Honganji Temple) ۾، ٻڌمت جي رسمن موجب، تقريب ڪانپوءِ سندس رک جپان ۾ آڻي، ٽوڪيو جي ’رينڪو جي ٽيمپل‘ (Renko ji Temple) ۾ سماڌي ٺاهي وئي. هنن واقعن جي تصديق ڪئپن يوشيدا ٽئنيوشي (Yashida Teneyoshi) ۽ هڪ برطانوي جاسوس ڪئي هئي. بوس جي جسد خاڪي نہ ملڻ ڪيترن افواهن کي جنم ڏنو. ڪن جي دعويٰ هئي تہ بوس جيئرو هو، جيڪو اڳتي هلي سائيبريا ۾ مئو. هن معاملي جي جاچ لاءِ هندستاني حڪومت ڪيترين ڪميٽيون ٺاهيون. مئي 1956ع ۾ ٽن ڄڻن تي مشتمل هڪ هندستاني ٽيم، جنهن کي ’شاهنواز ڪميٽي/ ڪميشن‘ سڏيو ويو، جپان وڃي بوس جي امڪاني موت جو جائزو ورتو، پر اها بہ سندس موت جي تصديق نہ ڪري سگهي. هندستاني حڪومت، اڳتي هلي، بهتر سفارتي لاڳاپن نہ هئڻ ڪري، تائيوان حڪومت کان ان ڏس ۾ ڪو سهڪار حاصل نہ ڪري سگهي. گهڻو گهڻو پوءِ جسٽس مکرجيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ ’جاچ ڪميشن‘، 2005ع- 1999ع واري عرصي ۾ تائيوان حڪومت جي سهڪار سان هن راز (Disappearance Mystery) بابت رابطو ڪيو، پر تائيوان حڪومت اهڙي ڪنهن حادثي کان لاتعلقيءَ جو اظهار ڪيو.

1992ع ۾ ڀارت سرڪار، سپاش چندر بوس لاءِ بعد ازمرگ، وڏي ۾ وڏي سول اوارڊ، ’ڀارت رتن‘ ڏيڻ جو اعلان ڪيو، پر سپريم ڪورٽ جي اُنهن هدايتن موجب واپس ورتو ويو، تہ سپاش چندر جي موت جي اڃا تصديق نہ ٿي آهي. بهرحال، هندستاني پارليامينٽ ۾ بوس جو پورٽريٽ لڳايو ويو آهي ۽ اولهہ بنگال جي ليجسليٽو اسيمبليءَ آڏو سندس مجسمو کڙو ڪيو ويو آهي.

هندستان جي آزاديءَ بابت لکيل ڪيترن ڪتابن ۾ سپاش چندر بوس جي شخصيت، ڪردار ۽ سندس ’موت جي پراسراريت‘ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. انهن مان هيٺيان ٻہ ڪتاب اهم آهن:

(1) Netaji: Dead or Alive? By: Samar Guha

(2) Back from Dead Inside the Subash Bose Mystery: Anju Dhar.

آخري ڪتاب ۾ ڪيترا ’انتهائي مخفي‘ (Top secret) دستاويز ۽ تصويرون ڏئي، دليل پيش ڪيا ويا آهن تہ سپاش چندر بوس، 1985ع تائين زندهہ هو. ڪتاب ۾ پرناب مکرجي ۽ انڊين انٽيليجنس بيورو تي الزام هنيا ويا آهن تہ انهن حقيقت کي لڪايو آهي.

ڀارت ۾ اڄ بہ سپاش چندر بوس کي ’نيتا جي‘ جي احترام لائق نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو. مشهور برطانوي تاريخدان، مائيڪل ايڊورڊ، پنهنجي ڪتاب ’The Last years of India‘ ۾ بوس کي هينئن لفظن ۾ ياد ڪيو آهي: ”بوس، هندستان جي واحد غير معمولي شخصيت هو، جنهن مختلف ۽ تشدد واري واٽ اختيار ڪئي ۽ ان حوالي سان اهلِ هند هن کي ٻين اڳواڻن کان وڌيڪ پنهنجو ڪيو، جيتوڻيڪ هن ظاهري طور ڪاميابي حاصل نہ ڪئي.“

(Only one outstanding Personality of India took a different and violent path and in a sense India owes more to him than to any other man even though he seemed to be a failure.)

ڀارت جي مشهور فلم ڊائريڪٽر شيام بينيگل، نيتاجيءَ جي زندگيءَ تي هڪ فلم ’بوس‘ جي نالي سان ٺاهي هئي، جيڪا تمام گهڻي مقبول وئي.

**سپاٽي، تيرٿ گوبندرام:** سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي هن ليکڪ ۽ مڃيل صحافيءَ جو جنم 26 فيبروري 1906ع تي لاڙڪاڻي، سنڌ ۾ ٿيو. سندس ننڍپڻ ۽ جوانيءَ جو گهڻو عرصو سنڌ ۾ گذريو. هن پنهنجي تعليم سنڌ ۾ حاصل ڪئي ۽ 1934ع ۾ روزاني اخبار ’هندو‘ سنڌيءَ جي اسسٽنٽ ايڊيٽر طور عملي زندگيءَ جي شروعات ڪيائين. هن عهدي تي پاڻ 1947ع يعني ورهاڱي تائين فائز رهيو. ورهاڱي ڪانپوءِ هيءُ ٻين ڪيترن سنڌي عالمن ۽ اديبن وانگر هندستان لڏي ويو. هن اتي 1972ع ۾ ’هندستان‘ نالي سان روزاني سنڌي اخبار جاري ڪئي ۽ ’هندواسي‘ نالي هفتيوار سنڌي مئگزين جي ايڊيٽوريل بورڊ ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ آگسٽ 1990ع ۾ وفات تائين ان بورڊ جو ميمبر ٿي رهيو. پاڻ هڪ وڏو انقلابي هو، ان ڪري ٽن سالن کان وڌيڪ عرصي تائين جيل ۾ قيد



رهيو. مٿس مهاتما گانڌيءَ جي سياسي نظريي جو تمام گهرو اثر هو. ورهاڱي کانپوءِ هن لڏپلاڻ ڪندڙ سنڌي هندو پناهگيرن جي خيمن جي حفاظت ۽ سار سنڀال لاءِ ڪمانڊر طور ذميواريون سنڀاليون. هندستان ۾ سنڌين جي آبادڪاريءَ جي سلسلي ۾ حڪومتي سطح تي ڪم ڪيائين. ان ڪانسواءِ گانڌي ڌام ۾ قائم ميونسپل ڪارپوريشن جو صدر ۽ ميتري مڊل ايجوڪيشن سوسائٽيءَ جو سيڪريٽري پڻ رهيو. تحريڪ آزاديءَ دوران هن سياسي بيداريءَ لاءِ ڪيترائي مضمون لکيا. ادبي ۽ سياسي حوالي سان مختلف موضوعن تي سندس 22 ڪتاب پڻ شايع ٿيا، جن ۾: ’اندر جنين اُڄ‘، ’جيون ڌارا‘، ’جيون جهروڪا‘، ’اڇل پريم‘ (ناول)، ’دل ڪر درخت جي دستور‘ (ناول)، ’سچ جي پيروي‘ (مضمون)، ’صحيح زندگي‘، ’ايشور منش جي جنم ۾‘، ’ايشور آهي‘، ’ايشور درشن‘، ’سائين جنين ساڻ‘، دک دک‘، ’آتم اُنتي‘، ’سک ساگر‘، ’جيون جوت‘، ’تنهنجي سرڻ، تنهنجي اڇا‘، ’ايشور ڪريا‘، ’ديش ڀڳت‘، ’انوکي پريت‘، ’سونهري پشپا‘، ’امرت وچن- سري رام ڪرشن‘، ’امرت وچن- سوامي وويڪانند‘، ’گيتا‘، ’بدلو‘ (ترجمو)، ’جيون ڪلا‘ ۽ ’برهم وديا‘ (مضمون) شامل آهن.

تيرٿ جي جيون ۽ ادب تي ڊيل ڪارنيگيءَ جي شاهڪار ڪتابن جو اثر نمايان آهي. هنن ٻنهيءَ جي مضمونن ۾ هڪ نمايان فرق به آهي: جتي ڪارنيگي پنهنجن مضمونن ۾ شخصي ويچارن ۽ آزمودن تي زور ٿو ڏئي، اتي تيرٿ سيائي پنهنجن ليکڪن ۾ حاذقن ۽ سگهڙن جي سخنن ۽ آزمودن کي وڌيڪ اهميت ٿو ڏئي، بهرحال ٻئي سک، اطمينان، شڪر ۽ ڪاميابيءَ جي ڏس ۾ بي بها ڄاڻ ڏين ٿا. تيرٿ جي ڪيترن موضوعن ۾ دهراءُ آهي. ڇاڪاڻ ته اُهي هن جدا جدا وقت تي جدا جدا مئگزينن ۽ اخبارن لاءِ لکيا هئا. هن تي انگريزي ٻوليءَ جو تمام وڏو اثر هو. ان ڪري سندس ٻولي ڪٿي ڪٿي انگريزي مرتب ۽ مرڪب جملن واري آهي. تيرٿ جو اپياس جهڙيءَ ريت گهرو رهيو، تهڙيءَ ريت حافظو به سدا جوان رهيو. سندس اپياس ۽ حافظي گڏجي سندس مضمونن کي هڪ ئي وقت اثر ۽ معيار بخشيو. هن جي ڪيترن مضمونن ۾ جتي ڪرشن جا ٻول آهن، اتي حضرت محمد صلعم جا قول به آهن. يسوع مسيح جي زباني به آهي ته گوتم جو گيان به آهي، انجيل ۽ قرآن مان تڙ حوالا به آهن ته گيتا ۽ گرنٿ مان موضوع مطابق مواد پڻ آهي. مٿس شاهه لطيف جو تمام گهڻو اثر هو. سنڌي ٻوليءَ جي هن ناميار ليکڪ 1990ع ڌاري هندستان ۾ وفات ڪئي.

**سيا ۽ سمتي**: سنڌ ۽ هند ۾، رگ ويد واري زماني ۾ ’راڄ دربار‘ يا ’راڄ جماعت‘ جي ميڙن کي ’سيا‘ ۽ ’سمتي‘ سڏيو ويندو هو. اُهي ميڙ الڳ الڳ سياسي ڪائونسلن ۽ اسيمبليءَ جي حيثيت رکندا هئا. ’سيا‘ جي معنيٰ ميڙ، دربار، منڊلي ۽ جماعت آهي، جڏهن ته ’سمتيءَ‘ جي معنيٰ اهڙي جماعت، جنهن جو تعلق جنگ ۽ جنگ جي فن سان هجي. ’سمتي‘ ڪوٺاڻ جو رواج، قديم راجائي ۽ مهاراجائي نظام ۾ رائج هو. ’سمتيءَ‘ جي روايت ۽ رواج قديم يورپ ۾ به ملي ٿو. هن گڏجاڻيءَ جو مقصد اهو هوندو هو ته جنگي مهندار ۽ سپهه سالار ملڪ جي راجا جي چونڊ ۽ دفاع توڙي لڙائيءَ جي تياريءَ لاءِ پنهنجي راءِ ظاهر ڪن. فوجي جٿن جي مهندارن جي راءِ جي قبوليت جي صورت ۾ فوجي جٿا نيزا ۽ ڀالا کڙڪائيندا هئا ۽ ناپسنديدگيءَ جي صورت ۾ خاموش ٿي ويهندا هئا. راجا سندن روش موجب فيصلو ڪندو هو. سمتيءَ ذريعي عام ڳوٺاڻا، رعيتي ۽ فوجي مسئلا حل ٿيندا هئا. ’سيا‘ به قديم سنڌي ۽ آريائي لوڪن جي حڪومتي نظام جو حصو هئي، جنهن ۾ راجا جي چونڊ، تاجپوشي ۽ ٻين معاملن جي حل لاءِ رياست جي امير امرائن ۽ عام ماڻهن تي ٻڌل شاهي دربار ڪوٺائبي هئي. راجا جي چونڊ ۽ تاجپوشيءَ دوران ڀروارن رياستي راجائن کي به ڪوٺيو هو ۽ سندن تعظيم ڪئي ويندي هئي. ان زماني ۾ ’سيا‘ ملڪي ڪائونسل ۽ جوڊيشل اسيمبليءَ وانگر هئي، جنهن ۾ حاضر ٿي راجا کي روزانو ملڪي ڪاروبار هلائڻو پوندو هو. سيا ۾ وزير، مشير ۽ صلاحڪار موجود رهندا هئا، جيڪي راجا جي مدد ڪندا هئا. اهي مسئلا ڌرمي قانونن مطابق ڪيا ويندا هئا. سيا جو اهو انتظام ڪيترن صدين تائين ننڍي کنڊ ۾ هلندو رهيو. موجوده وقت ۾ هندستان جي قومي اسيمبليءَ کي ’لوڪ سيا‘ ۽ سينيٽ کي ’راجيه سيا‘ سڏيو وڃي ٿو.

**سيائي مائي**: عوامي شاعر، مائي سيائي ڌيءَ غلام محمد سومرو، 5 مئي 1912ع تي ڳوٺ نئين واهه، تعلقي خانپور، ضلعي شڪارپور ۾ ڄائي. تعليمي لحاظ کان ناظره قرآن مجيد پڙهيل هئي. سندس شادي حاجي احمد بخش سومري سان ٿي، جيڪو هڪ عالم ۽ بيت گو شاعر هو. کيس ٽن حجن ڪرڻ جي سعادت نصيب ٿي هئي، جنهنڪري کيس ’حاجاڻي سيائي‘ به سڏيندا هئا. حج تي سفر جي روانگيءَ دوران رستي ۾ سندس عيدن نالي پٽ وفات ڪري ويو، جنهنڪري سندس دل کي ڏاڍو



صدمو رسيو ۽ هن اندر جي درد اظهارڻ لاءِ شاعري ڪئي. سندس ڪيترا بيت ملن ٿا. اڻ پڙهيل هئڻ سبب سندس شاعري لکت ۾ موجود نه آهي. سندس حافظو ايترو ته تيز هو، جو کيس پراڻن خانداني شاعرن جا بيت به ياد هئا. مائي سيائيءَ جا وڏا نئين واهه مان لڏي اچي تعلقي لکيءَ جي ڳوٺ سردار شاهه (ڪچي اندر) ويٺا، پر پوءِ اتان لڏي وري قبي جامي ڳوٺ ۾ اچي ويٺا. بعد ۾ سندس مڙس حاجي احمد بخش سومرو، 1942ع ۾ لڏي اچي رستم شهر ۾ ويٺو ڪجهه وقت کانپوءِ سندس مڙس وفات ڪري ويو، پر مائي سيائيءَ حياتيءَ جا آخري ڏينهن رستم ۾ گذاريا. مائي سيائي، شيخ بهاؤالحق ملتانيءَ جي مريدياڻي ۽ پانڌيڙي هئي. هن 09 فيبروري 1989ع تي وفات ڪئي، کيس ڪالا شاهه پير، رستم، شڪارپور ۾ دفنايو ويو. سندس ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

نه وڻ سڙيا، نه ڪکڻ سڙيا، سڙيو سيائيءَ جو ساهه،
نکرندو دشمن جو لاهه، جو آجا ٿيندا عجيب!

**سپ رنگ** (ڪتاب): هي ڪتاب، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تصنيف آهي، جنهن ۾ هن لوڪ ادب جون مختلف صنفون: مولود، مناجاتون، مداحون، بيت، هنر، سينگار، ڪافيون، ڳيچ، لوڪ گيت ۽ غزل شامل ڪيون آهن. ڪتاب جي مهاڳ ۽ مقدمي ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڄاڻايو آهي ته هن تاليف جو مقصد، سهڻي سنڌي شعر (لوڪ ادب) جي پرک پروڙ آهي.




هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، مهراڻ آرٽس ڪائونسل، حيدرآباد، 1968ع ۾ شايع ڪيو هو، جيڪو ڊيمي سائيز جي 216 صفحن تي مشتمل هو ۽ ان جي قيمت 5 روپيا هئي. اُن جو ٻيو ڇاپو (ڪتاب ۾ ’ڇاپو پهريون‘ ڄاڻايل) ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ، جون 2012ع ۾ شايع ڪيو آهي. ڊيمي سائيز جي 223 صفحن ۽ پڪي جلد واري هن ڪتاب جي قيمت 250 روپيا آهي.




**سپ ۾ پنهون پاڻ** (ڪتاب): جيڪب آباد ضلعي جي مشهور شاعر مير سڪندر خان کوسي جي ڪلام تي مشتمل هي ڪتاب، سنڌ جي مشهور اديب ۽ شاعر عنايت بلوچ ترتيب ڏنو آهي. ڪتاب جي ابتدا ۾ مولانا غلام محمد گراميءَ جا تاثرات ’حسن خيال‘ جي عنوان سان ڏنا ويا آهن، جنهن بعد نامور شاعر عبدالڪريم گدائي ۽ مير سڪندر خان کوسي جا ٻه اکر ۽ تاثرات شامل ڪيا ويا آهن. مير سڪندر خان کوسي جي خاندان جو احوال ۽ مير سڪندر خان جو تعارف عنايت بلوچ لکيو آهي. ان کانپوءِ عبدالڪريم گولي ۽ عبدالڪريم عاجز جا منظوم خيال شامل ڪيا ويا آهن، جنهن بعد مير سڪندر خان کوسي جي ڪلام جو متن هيٺين عنوانن هيٺ پيش ڪيو ويو آهي: (1) عشقيه ۽ صوفيانه ڪلام، (2) مرسلن مهندار جي حضور ۾ عقيدت جا گل، (3) نذرانه عقيدت، (4) غزل، (5) ڪافيون، (6) متفرق ڪلام.

ڊيمي سائيز جي 312 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب فخر پبليڪيشن، حيدرآباد/ جيڪب آباد، مارچ 1974ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو، جنهن جي ڪچي جلد جي قيمت 8 روپيا ۽ پڪي جلد جي قيمت 12 روپيا آهي.

**سپيتا جا سونهان** (ڪتاب): هي سنڌ جي مشهور اديب ۽ محقق محمد حشين ڪاشف جي اهم مضمونن جو مجموعو آهي، جنهن ۾ سندس: (1) سنڌ، سنڌي سمونڊ ۽ سُميري، (2) تاريخي راڻاها ۽ روشن راهون، (3) تاريخ جو سفر، (4) سپيتا جا سونهان، (5) تاريخ، سنڌ ۽ امن، (6) هاڪڙو درياهه، (7) نصرپور تاريخ جي آئيني ۾، (8) لاهري بندر/ لاڙي بندر، ۽ (9) ٺرجي تاريخيت- مقالا شامل آهن.




هي ڊيمي سائيز جي 160 صفحن تي مشتمل ڪتاب، ثقافت کاتي حڪومت سنڌ، 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 200 روپيا آهي.

**سِتار** (ساز): ستار ڪلاسيڪي موسيقيءَ جو مشهور ساز آهي. ستار لفظ فارسي جي ’سه تار‘ يعني ’ٽي تارون‘ آهي. ان ۾ ابتدا ۾ ٽي تارون هونديون هيون، پر هاڻوڪي ستار ۾ وڌيڪ تارون آهن.

ستار جا جز ڏري گهٽ تانپوري وارا آهن. موجوده ستار ۾ تُنبو، طبلي، ڪيد، ڏنڊي، سرو ۽ ڳچي ٿين. تنهن ڪانسواءِ ست ڳيٽيون ۽ هڪ مٽڪو به ٿئي. هن جي هڪ پاسي تُنبو، آوازي ڪوٺيءَ جو ڪم ڏيندو آهي، جيڪو هڪ پوري (خالي) ڪانيءَ سان جڙيل هوندو آهي. ان ڪانيءَ تي ڪيترا بند (Frets) لڳل هوندا آهن. تنبي کان ڳنين تائين



تارون، ڪي ٽامي جون ۽ ڪي پتل جون هونديون آهن، جيڪي تعداد ۾ 18 کان 20 ٿين ٿيون. جن مان وڄائڻ لاءِ صرف 11 هونديون آهن. ٻيون تارون مختلف سُرن جي آس لاءِ هونديون آهن. جنڊن ذريعي تارن کي ڇڪي يا ڍرو ڪري مختلف سُر ڪڍبا آهن. تارن ۾ کاٻي پاسي کان پهرين تار فولاد جي هوندي آهي، جيڪا ’وچت‘ جي تار سڏبي آهي. اها مندرسبتڪ جي مڌم سان ملائبي آهي. ٻي ۽ ٽين تار ڪِنجهي جي هوندي آهي، جنهن کي مندر سبتڪ جي کرج سان ملائبو آهي. هي ٻئي تارون پهرين ملائبيون آهن. چوٿين تار فولاد جي هوندي آهي، جيڪا مندرسبتڪ جي پنجم سان ملائبي آهي. ڇهين تار فولاد جي، پر سنهي ٿيندي آهي، جنهن کي ڇيڪاري چون. اها مندر سبتڪ جي کرج (سا) سان ملائي وڃي ٿي. ستين سنهي فولادي تار به ڇيڪاري سڏجي ٿي ۽

ڪرج سان ملائبي آهي. ڪي ان ڪي پنجم سبتڪ سان بہ ملائين ٿا. مضراب جي ڏڪ سان هي ساز وڄندو آهي. مضراب لوهہ يا هڏي جو ٿهيل منديءَ نما هوندو آهي، جيڪو ڪڏهن ٻن تہ ڪڏهن ٽن آڱرين ۾ وجهبو آهي ۽ مختلف سُرن لاءِ ان ڪي تار جي پيڙ لاءِ ڪم آڻبو آهي. گهڻو ڪري ساڄي هٿ جي ڏسٽي آڱر سان هيٺ ۽ مٿي تار تي ڌڪ هڻبو آهي. جڏهن تہ کاٻي هٿ جي آڱر سان تارن جي مختلف هنڌن تي پيدا ٿيندڙ لهرن ڪي قابو ڪري راڳ پيدا ڪبو آهي.

ستار، هڪ نفيس ساز آهي. هن جي سنڀال سنيءَ ريت ڪرڻي پوندي آهي. هي ساز وڄائڻ ۾ ڏکيو آهي ۽ ان جي سکڻ لاءِ ڍاڪو ڪن سال لڳيو وڃن. هي ساز خوبصورت آواز ڪيندو آهي ۽ راڳ، راڳڻي، پلٽي جي مڪمل صورت ادا ڪندو آهي. روي شنڪر، مشتاق علي، رشيد خان، ولايت علي خان، شاهد پروين، بلارام پاٺڪ وغيره هن ساز جا سٺا وڄتا آهن. ستار ۽ سارنگيءَ ۾ هينيان اصطلاح ڪم اچن ٿا:

**پاني:** ستار يا سارنگيءَ جي تارن جي ڌيمي جهڻڪار.

**پردا:** ستار جي سَرَجي آواز جو مقام يا گهر.

**پي لڪ:** آڙ، تاردان، ٽيڪ، گهوڙي. هاٿيءَ جي ڏنڊن جي ٺهيل ننڍڙي تختي، جيڪا ستار يا سارنگيءَ جي هينئين حصي مٿان، تانت جي تارن کي طبلي جي سطح کان پري رکڻ لاءِ لڳائي ويندي آهي. هن جي مٿان تانت جون تارون جهُڪيل هونديون آهن. طبلي سان تارن جي الڳ هجڻ ڪري ستار جي تار جي جهنڪار صاف ٻڌڻ ۾ ايندي آهي. هن کي 'جواري' بہ چون.

**تارڪش:** ستار يا سارنگيءَ جي تارن جون ڳنڍيون يا ڪونٽيون، جن تي تارن جا سرا ويڙهيل هوندا آهن ۽ ضرورت وقت تارن کي تنگ يا ڍرو ڪري سگهبو آهي.

**جاچڪ يا جاجڪ:** سازندو.

**رودا:** سارنگي يا ستار جون تارون يا تانتون. سارنگيءَ جون چڪاريون، هٿي وڄت واريون تارون، جن مان اوچو آواز نڪري ٿو ۽ اهي پهرين تعداد ۾ چار ٿينديون آهن.

**ساران يا سارن:** سندريون، ستار يا انهيءَ قسم جي ٻين سازن جا پردا ڏانديءَ تي موزون وِٿيءَ تي لڳل هوندا آهن، جن تي ستار جون 'باج جون تارون' تاڻيل هونديون آهن.

**سنگت:** مڌم ستار جون آخري ٻہ تارون، جيڪي راڳ مهل برابر وڄنديون رهنديون آهن.

**شعاع:** ستار يا سارنگيءَ جي تارن جي گونج يا جهڻڪار، جيڪا 'باج' جي تارن کي ڇيڙڻ سان گونجي يا پيدا ٿئي.

**طَبلي:** (مونث) ستار جو هيٺيون سرو يا پيندو، جيڪو تُمبي جي شڪل جو ۽ مٿان هموار ٿيندو آهي.

**تربون:** ستار يا سارنگيءَ جي گونج جون تارون، جيڪي ڏانديءَ جي سطح تي تاڻيل هونديون آهن. اهي تارون ساز جي نوعيت تي ستن کان سترهن، لاهي، چاڙهي لاءِ لڳايون ويندون آهن، پر عام طور استاد اهي تارون نَوَ رکندا آهن. جيڪي اٺ گمت جون ۽ هڪ ان جي هينيان هوندي آهي.

**ڪنڊو:** ستار جي طبلي يا سارنگيءَ جي آواز ڪوٺيءَ جي ديوار وٽ وچ ۾ هاٿي ڏند جي يا ڪنهن ڌاتوءَ جي ننڍي ڪلي لڳل هوندي آهي، جنهن ۾ چڪارين يعني واڄي جي تارن جا سرا ٻڌل هوندا آهن.

**ڪن- سرا:** سُرجي تار، ستار يا سارنگيءَ جي ڳنڍي يا ڪونٽي.

**گلو:** ستار جي ڏانديءَ ۽ تُنبي جي جوڙ جو مقام.

**لرز:** هڪ خاص قسم جي پتري پٽل جي تار، جيڪا سارنگي يا ستار ۾ لڳل هوندي آهي، پران کي صرف ڪو ماهر استاد ئي وڄائي سگهندو آهي.

**مُنيو:** ستار جي ڏنڊي جو مٿيون خوبصورت مٿو جنهن ۾ واڄي واريون ڳنڍيون لڳل هونديون آهن.

**مداخل:** سربهار، ستار جي ڏانديءَ ۽ طبليءَ تي هاٿي ڏند مان ٺهيل حاشيو.

**ستار بلوچ:** نوجوان اديب ۽ محقق ستار بلوچ جو پورو نالو عبدالستار ولد عابد بلوچ آهي. سندس جنم 19 جون 1974ع تي جهوڪ، ضلعي ٺٽي ۾ ٿيو. هن جي تعليم ايم. اي (سنڌي) ۽ ايل. ايل. بي آهي. هن وقت تعليم کاتي ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار آهي. ستار بلوچ، سنڌي ادب ۾ نثر نويسي ۽ لغات نويسيءَ جو ڪافي ڪم ڪيو آهي. ان ڪانسواءِ هي سُٺو مترجم پڻ آهي.



ستار بلوچ جي شايع ٿيل ڪتابن ۾: (1) اردو سنڌي لغت (2003ع)، (2) سنڌي لغت (2005ع)، (3) اسٽوڊنٽس گرامر (2004ع)، (4) ڪامياب زندگيءَ جا اصول (2006ع) قابلِ ذڪر آهن. هن جا 100 کان وڌيڪ تحقيقي مضمون، مقالا ۽ ڪالم سنڌ جي مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيل آهن. هن وقت گورنمينٽ ڪاليج ٺٽي ۾ سنڌيءَ جي ليڪچرار طور ڪم ڪري رهيو آهي. ماضيءَ ۾ ڪجهہ وقت سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي انسائيڪلوپيڊيا سيل ۾ ڪم ڪري چڪو آهي.

**ستار پيرزادو:** ليکڪ، شاعر، صحافي ۽ مترجم ستار پيزادي جو پورو نالو عبدالستار ولد دوست علي پيرزادو آهي. سندس جنم 29 جنوري 1950ع تي ٻلهڙيجيءَ پرسان ڳوٺ حاجي لعل بخش شيخ، تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ٿيو هن ابتدائي تعليم 1962ع ۾ ڳوٺ جي اسڪول مان ورتي، مئٽرڪ 1968ع ۾ گورنمنٽ هاءِ اسڪول ڏوڪريءَ مان ڪيائين ۽ بي. اي 1978ع ۾ سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري مان ڪيائين.



ستار پيرزادي، ملازمت جو آغاز 1968ع ۾ لئب اسسٽنٽ طور ڪيو. ستار صحافت جو آغاز روزاني 'عوامي آواز' کان ڪيو، ان جي

هفتيوار ادبي صفحي 'تخليق' جو اڳائي سالن تائين انچارج رهيو.

ستار پيرزادو، سنڌي ادبي اڪيڊمي ڪراچيءَ جي پليٽفارم تان هن وقت تائين 40 ڪن ڪتاب ڇپائي چڪو آهي.

سندس طبعزاد ڪتابن ۾ : (1) 'سيئي جوين ڏينهن' (ڪهاڻيون: 2008ع)، (2) 'سورن سانباهو' (شاعري : 2010ع) شامل آهن. جڏهن ته ترجمو ٿيل ڪتابن ۾ 'پيغامبر' (ترجمو: 1985ع)، 'مون کي محبت آهي' (1996ع)، 'تيرهون سج' (1999ع)، 'سرمد شهيد' (2002ع)، 'آواز' (شيخ اياز جي شاعريءَ جو اردو ترجمو: 2009ع)، 'شاهه جي شرح' (يار محمد فقير: 1998ع) شامل آهن.

ستار پيرزادو، هن وقت 'پيرزادا اينڊ ڪمپني' ڪراچيءَ ۾ پراڊڪٽ اسپيشلسٽ طور ڪم ڪري رهيو آهي.

**ستاره سنڌ** (اخبار) : 'ستاره سنڌ' اخبار پير علي محمد شاهه راشديءَ، 08 جون 1934ع ۾ سنڌ گزيٽ پريس سکر مان جاري ڪئي هئي. جنهن جو ايڊيٽر به پاڻ هو. هيءَ اخبار پهريان هفتيوار هئي، جيڪا بعد ۾ روزاني ٿي. هن اخبار سياست ۽ ادبي دنيا ۾ ڪافي مقبوليت ماڻي. هن اخبار جو مزاحيه ڪالم 'ملا لٽر' مشهور هو سيد حسام الدين ۽ لطف الله بدوي هن اخبار جا مضمون نگار هئا. هن اخبار کي پنهنجي پريس هئي. ستاره سنڌ اخبار 1938ع ۾ بند ٿي وئي هئي.

**ستاوڙ/ ست وڙي**: هيءَ هڪ ول آهي، جنهن کي اردوءَ ۾ اُلٽي ڪنڊي ۽ لاطيني ۾ اسپريگس (Asparagus Demosus) چئبو آهي. هيءَ ول سنڌ ۾ ڪيرٿر جي پهاڙن ۾ اُپري ٿي. ان ڪان سواءِ پنجاب، خيبر پختونخوا ۽ بلوچستان جي گرم ۽ خشڪ علائقن ۾ به ٿئي ٿي. اوائلي دؤر ۾ هن جي پاڙن کي ٺهڪائي ماتا جي مريض تي ڇنڊا هنيا ويندا هئا. حڪيم هن جو ٻج پيٽ جي بيمارين ۽ جگر جي سوزش لاءِ استعمال ڪندا آهن. جنهن جو عرق پيشاب جاري ڪري ٿو.

**ستاوڙو**: شاديءَ ڪانئوءِ جي هڪ رسم. 'ستاوڙي' لفظ جي لغوي معنيٰ آهي ته "شاديءَ جي ستين ڏينهن ڪنوار جي پنهنجن پيڪن جي گهر ۾ پهريون ڦيرو وڃڻ جي رسم".

پرڻجڻ ڪانپوءِ ستين ڏينهن ڪنوار، ميٽ ۽ ٽيل سان وهنجي نئون وڳو پائيندي آهي. ستاوڙي تي گهوٽ پنهنجي ڪنوار کي سندس پيءُ ماءُ جي گهروٺي ويندو آهي. ان موقعي تي دعوت ڪئي ويندي آهي، جتي ڪنوار جا سمورا مٽ مائٽ اچي گڏ ٿيندا آهن ۽ ڪنوار سان ملاقات سان گڏوگڏ ڪل يوڳ ۽ خوشيءَ جا لمحا ونڊيندا آهن.

**ستاول**: هي اڇي رنگ جي هڪ پاڙ آهي، جيڪا ڪائين جي ٿيلن وانگر ڏگهي ٿيندي آهي. زهر جو هڪ ٽڪ علاج آهي. ٻرهل ۽ جگر جي سوڄ کي تحليل ڪري ٿي، معدي مان خراب مادن کي ڪڍي ٿي، معدي جي ڪيڙن کي ماري ٿي، جلندر، عرق النساء، سنڌن جي سور، بواسير بادي ۽ بواسير خوني لاءِ مفيد آهي. قوت باهه وڌائي ۽ بدن کي ٿلهو ڪري ٿي ۽ حمل ڪيرائي ٿي.

**ستاهيءَ وارو قلعو**: دائودپوٽن ۽ ميان عطر خان ڪلهوڙي جي وچ ۾ ستاهيءَ واري قلعي وٽ زبردست جنگ لڳي هئي. 'تاريخ سنڌ، ڪلهوڙا دور' ۾ غلام رسول مهر لکي ٿو ته: "ديراوڙ جي فتح ڪانپوءِ دائودپوٽن، ستاهيءَ واري قلعي ۾ پناهه اچي ورتي. مخدوم شيخ راڄي، جانثار خان، راول راءِ سنگهه ۽ ميان عطر خان ڪلهوڙو دائودپوٽن جو پيڇو ڪندا ستاهيءَ واري قلعي وٽ پهتا، جتي دائودپوٽن ۽ ڪلهوڙن جي وچ ۾ سخت جنگ لڳي، جنهن ۾ دائودپوٽن ڏنو ته کين شڪست ٿي رهي هئي. تنهنڪري دائودپوٽن پنهنجين عورتن کي هٿن سان ماري ڇڏيو، راجپوتن وانگر هنن اهو قدم جنگ دوران حڪمت عمليءَ طور ڪنيو، جو کين گمان هو ته مردن جي قتل بعد مخالف فوجي متان عورتن جي بيحرمتي ڪن. پر عورتن کي قتل ڪرڻ ڪانپوءِ دائودپوٽا ايڏي ته جوش ۾ اچي ويا، جو کين لڙائيءَ بعد فتح نصيب ٿي ۽ مخالف فوج کي ستاهيءَ واري قلعي وٽان پڃائي ڪڍيائون.

**ست پڙي** (ديهه) : تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان مکيه ڳوٺ آهن:

ست پڙي، خان محمد انڙ، علي اصغر انڙ، جاڙو مڪراني، پنهل خان چانڊيو، شادي خان چانڊيو، غلام الله خان چانڊيو ۽ مير محمد چانڊيو.

- هن نالي هڪ ڳوٺ پڻ آباد آهي. هن ديهه ۾ جوکيا ذات جا ماڻهو ڪثرت سان آباد آهن.

**سترام داس جڳياسي**: نامور شاعر سترام داس ولد جڳياسي، ضلعي نوشهري فيروز ۾ منياڻيءَ ويجهو هڪ ڳوٺ ۾ جنم ورتو. ننڍي هوندي کان سندس طبيعت صوفياڻي هئي. هن مير جان الله شاهه روهڙيءَ واري جي هٿ تي بيعت ڪئي. سموري ڄمار ذڪر ۽ فڪر ۾ گذاريائين. نهايت سادگي پسند هو. زندگيءَ ۾ عام انسانن سان چڱي ورتاءَ جو درس ڏنائين. سندس تعليم مان ڪيترا علم جا متلاشي مستفيض ٿيا. هن ڪيترن طالبن کي علم جي سکيا ۽ فيض ڏنو. هميشه ٻين جي ڀلائيءَ ۾ اڳرو رهيو. سندس ڪيترائي همعصر شاعر هئا، جن ۾ : ديوان وزيرمل (جج)، ماستر نرملداس ۽ چوهڙمل (وڪيل) اهم هئا. هيءُ پنهنجو وقت جو چڱو شاعر هو. هن 56 ورهين جي ڄمار ۾، 1902ع ڌاري وفات ڪئي.

**سترام داس 'سائل'**: سترام داس 'سائل' جو پورو نالو سترام داس



سوڀاسنگهه جڙياسنگهاڻي 'سائل' آهي. هن 1922ع ڌاري لاڙڪاڻي ضلعي جي ڳوٺ 'مهر ننڍا' ۾ جنم ورتو هو. سندس پيءُ هڪ هاڪارو حڪيم هو، جنهن کي 'مڏ باهو' (تعلقي لاڙڪاڻي) ۾ حڪمت جو عاليشان دڪان هو. سترام داس اتي سنڌي اسڪول ۾ پڙهندو به هو ۽ مريضن لاءِ دوائن جا پڙيڪا به

ٺاهيندو هو. ائين ڪيس ننڍي هوندي سوين پسارڪي شين، ڪيترن مرضن جي نالن ۽ طبابت سان واسطيدار ڳالهين جي ڄاڻ حاصل ٿي وئي.

سترام داس سائل بي. اي ۾ فارسي ۽ سنڌي مضمون کنيا هئا. 1937ع کان وٺي مئٽرڪ جي ڪتابن جون گائيڊون لکڻ شروع ڪيون هئائين، جيڪو ڪم هو 1990ع تائين ڪندو رهيو.

ڀارت جي ورهاڱي کانپوءِ سترام داس سائل، سينٽ زيوئرس ڪاليج احمدآباد ۾ پروفيسر رهيو، جتي سنڌي ۽ فارسي پڙهائيندو هو. اتي هن 1956ع ۾ هڪ وڏو فارسي- سنڌي وياڪرڻ ڇپائي پڌرو ڪيو. 1960ع ۾ هن اردو ۽ فارسيءَ ۾ گجرات يونيورسٽيءَ مان ايم. اي جي ڊگري حاصل ڪئي. هن احمدآباد ۾ رهي هندي ۽ گجراتيءَ جو وسيع ابياس ڪيو. هتي رهي هن سنڌي اصطلاح ٻن ڀاڱن ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا. ان کانپوءِ سنڌي ڀاڪن جا ٻه ڀاڱا ڇپايائين. ائين ڪندي هن وٽ سنڌي ڀاڪن ۽ اصطلاحن جو نه رڳو هڪ وڏو ذخيرو گڏ ٿي ويو، پر انهن کي الف ب وار ڪرڻ جو آزمودو به حاصل ٿي ويو. ان ڏهن سالن اندر هن گرامر جا چار سنڌي ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪيا. انهن گرامرن جي تياريءَ ۾ هن ڪيترن هندي ۽ گجراتي گرامرن جو ابياس ڪيو ۽ گرامرن تي مڪمل دسترس حاصل ڪري ورتائين.

سترام داس ’سائل‘ سٺ سالن کان مٿي شهري جيون گذاريو آهي. ان ڪري شهري زندگي، ان جي ٻولي، تهذيب ۽ مختلف شين جي ڄاڻ هئڻ ڪري هن جڏهن سنڌي لغت (سائل ڪوش) تيار ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ گهربل صلاحيت ڏٺي ته ان ۾ هٿ ٻنڌيائين ۽ پورا ٽي سال ڏيل کي ڏک ڏئي، ننڊ نچوئي، هن اٽ ڪائي ڪم کي مڪمل ڪيائين. سائل ڪوش تيار ڪرڻ جي ڪم ۾ جيٺي لالواڻيءَ سندس ڪافي مدد ڪئي ۽ جڳديش شهدادپوريءَ ڪيس ڪافي ڪتاب هٿ ڪري ڏنا.

سائل ڪوش جو پهريون ڇاپو، ليکڪ خود ڊسمبر 2004ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪوش/ لغت جي اهميت کي محسوس ڪندي ان جو ٻيو ڇاپو ’ڪويتا پبليڪيشن‘ حيدرآباد، سنڌ، 2009ع ۾ پڌرو ڪيو. هن ڇاپي پڌري ڪرائڻ ۾ علي محمد چنا ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا جو وڏو هٿ آهي. هن ڪوش جي ڇپائيءَ ۾ دبئيءَ جي ناري ساولاڻي، پرڪاش ساولاڻي، تسليداس مٽائي ۽ رام بخشاڻيءَ هر طرح جي مالي ۽ اخلاقي مدد ڪئي. ٻئي ڇاپي جو فليپر ڊاڪٽر رام بخشاڻيءَ (دبئي) ۽ ڊاڪٽر فهميده حسين، چيئرپرسن سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ لکيو آهي. سائل ڪوش جي ٻئي ڇاپي جو تفصيلي مهاڳ ڊاڪٽر غلام علي الانا لکيو آهي، جنهن سائل ڪوش جي اهميت تي تفصيلي بحث ڪيو آهي ۽ هن عالم جي عظمت جو هنن لفظن ۾ اظهار ڪيو آهي ته ”ڏٺيءَ در اها وينتي ٿو ڪريان ته سائين ڪو اهڙو موقعو عطا ڪري جيئن احمدآباد وڃي سنڌ جي هن مهان ودوان جا جيڪر قدم ڇهان ۽ اهي هٿ، جن سان هن ودوان اهڙو اعليٰ معيار ۽ مقام وارو ڪوش لکي، سنڌي ٻوليءَ جي جيڪا خدمت ڪئي آهي، انهن کي اکين تي رکڻ ۽ چمڻ جي سعادت حاصل ڪريان.“

پروفيسر سترام داس سائل باوجود پيرانه سالي‌ءَ جي اڄ به احمد آباد ۾ سنڌي ٻوليءَ جي خدمت ۽ محبت لاءِ جاکوڙيندو رهي ٿو.

**سترام داس، سنت:** سنڌ- هند جي مشهور ڀڳت، سنت سترام داس جو جنم، 25 آڪٽوبر 1866ع تي، ڀڳت ڪوتارام جي گهر، ڳوٺ رهڙڪي صاحب، ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ ٿيو. ايشور ڀڳتي، سخاوت،



هوشياري ۽ سماجي ڀلائيءَ سبب هنڌين ماڳين سندس هاڪ هئي. ’سچي سترامداس‘ جي نالي سان مشهور هي غريب پرور ڀڳت ۽ سنت جتي به ڀڳتي وجهڻ لاءِ ڪوٺيو ويندو هو، اتي کيس نذراني طور ملندڙ هزارين روپيا انهيءَ ئي ڳوٺ يا شهر جي غريبن ۽ يتيمن ۾ ورهائيندو هو يا اتي سکيا گهر، پاٺشالا، ڌرم ڀونگي (مسافرخانا)، اسڪول يا اسپتال ٺهرائڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏيندو هو. کيس ملندڙ نذرانو مسڪينن لاءِ هو. هندو توڙي مسلمان وٽس دعا لاءِ ايندا هئا. هڪ دفعي روهڙيءَ ۾ ڀڳتي ڪندي درگاهه وسڻ گهوٽ جي گادي نشين امرداس کيس عرض ڪيو ته سائين! اولاد نه ٿو ٿئي، دعا ڪريو. سنت سترامداس کيس چيو ته: ”ايشور ڀڳتيءَ ويلي سوال ڪر ۽ مالڪ جي تعريف ۾ سلوڪ چئه“. چون ٿا ته هن ٽي سلوڪ چيا ۽ کيس هڪٻئي پٺيان ٽي پٽ ڄاوا. ڪي غريب وٽس نياڻين جي شاديءَ لاءِ سوال ڪٽي ايندا هئا ته کين پيسا ڏئي سندن ڏاج ۾ مدد ڪندو هو. ڪن کي ڪاروبار لاءِ رقم ڏيندو هو ته جيئن ڪنهن جي آڏو هٿ نه ڦهلائين. سنت سترامداس کي ڪوئيٽا، قلات، ملتان، جيڪب آباد، حيدرآباد، ميرپورخاص، سکر، شڪارپور سميت ڪيترن علائقن ۾ ڀڳتيءَ ۽ دعا لاءِ دعوت ڏئي گهرايو ويندو هو ۽ سندس وڃڻ کانپوءِ اتي فلاحي ڪم شروع ٿي ويندا هئا. وڏا وڏا سردار به کيس ڀڳتيءَ لاءِ گهرائيندا هئا ۽ ڪانئن مليل نذرانو ۽ سوغاتون غريبن جي حوالي ڪندو هو. سنڌ جو مشهور ڀڳت ڪنوررام سندس خاص شاگرد هو ۽ اڳتي هلي ڪنوررام پڻ سندس نقش قدم تي هليو. چون ٿا ته سنت سترام داس جڏهن ڀڳتيءَ ۾ ڇير، جامو ۽ پڳ پائي آلاپ ڪندو هو ته وجد ۾ اچي ويندو هو ۽ ٻڌندڙ سحر ۾ سمائجي ويندا هئا. سندس عقيدتمندن جو چوڻ آهي ته هو ڏڪار سٽيل علائقن ۾ وڃي سارنگ راڳ آلاپيندو هو ته مالڪ جي ڪرم سان مينهن ڪٽيون پونديون هيون. ائين سورٺ راڳڻيءَ جا به سُر آلاپيندو هو.

سنت سترامداس 25 جنوري 1910ع تي جڏهن هيءُ سنسار ڇڏيو پئي ته ٻاهران پهتل مختلف ڀڳت، پئنچائتي، گاديسر، شيواداري ۽ رشتيدار ڀائي ڪنوررام سميت ڏاڍا ڏکارا هئا، پر آخري گهڙين ۾ به

سنت سترامداس مرڪندي چيو تہ : ”ڪنورا مون توکي ايترو ڪجھہ ڏنو آهي، جو هاڻي توکي ڪنهن جي رهبريءَ جي ضرورت درپيش نہ ايندي، بس ماڻهن کي گھرجي تہ پنهنجون خوشيون وساري، آسپاس جي ٻي سهارن جو سهارو بڻجن.“

سنت سترامداس ڌام آستان، رهڙڪيءَ ۾ اڄ بہ هزارين عقيدتمند سندس جنم ڏينهن تي ٿيندڙ ميلي ۾، هر سال حاضري ڀرين ٿا. سندس ڏيوريءَ جي چرنن ۾ ڀڳت ڪنوررام بہ آرامي آهي.

**سترام روھڙا** (راڳي): ڀارت ۾ رهندڙ ناميارو سنڌي گائڪ، ڪلاڪار ۽ فلم ڊائريڪٽر سترامداس روهڙا، 16 جون 1939ع تي سکر ۾ ڄائو. کيس ننڍپڻ کان اسٽيج تي اداڪاريءَ جو شوق رهيو. هي سٺو گائڪ بہ آهي. هن ڀارت ۽ پرڏيهہ ۾ ڪافي سنگيت پروگرام ڏنا آهن. هن ڪيترين سنڌي فلمن ۾ ڊائريڪشن ڏني، تن ۾ ’هل تہ ڀڄي هلون‘ (1984ع)، ’شيرا ڌاڪو‘، ’جئہ سنتوشي ما‘ وغيره شامل آهن.

سترام روهڙا ’جھوليلال‘، ’تن کي ساگر ٻوڙيندڙ‘، لاڏلي‘، ’هل ماريا گھوٽ پيءُ‘، ’سنڌوءَ جي ڪناري‘، ’سس منهنجي ساڙيلي‘، ’پئسي تي زمانو‘، ’هوجمالو‘ (فلم)، ’گھوٽ جو پيءُ نچي ڙي‘ ۽ همٿي تمٽي‘، ’شل ڏيئر نہ ڇمن‘ (فلم)، ’جي تون جوان آهين‘، ’ڀھرين پيار‘، ’آيو بيهن وارو‘، ’ڪيل تماشو‘ ۽ آئي آئي رات مستاني‘ فلمن ۽ ناٽڪن ۾ گانا ڳاتا اٿس.

هن ’ڪلاڪار منڊل‘ جي بينر هيٺ پڳونتي ناواڻيءَ سان گڏجي ڪم ڪيو ۽ سنڌي ڀڳت جا البم بہ ٺاهيا.

سترام روهڙا جون ڳايل گيتن جون 3 ڪئسيٽون پڻ TIPS ڪمپنيءَ رليز ڪيون آهن.

**ستر مٽڪا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب هند جي ممتاز ليکڪا ۽ شاعر پارو چاولا جو ترتيب ڏنل آهي، جنهن ۾ هن شاهہ لطيف، سچل سرمست ۽ ساميءَ جا چونڊ ستر ستر بيت ۽ سلوڪ شامل ڪيا آهن. هن هي ڪتاب پنهنجي مڙس، نامور سنڌي ڪهاڻيڪار ناڪر چاولا ۽ سندس دوست نامور شاعر موتي پرڪاش کي گڏيل طور سندن سترئين (70) جنم ڏينهن تي ارپيو آهي. هي ڪرائون سائيز جي ستر صفحن تي مشتمل ڪتاب، امرتا آنند پبليڪيشن، ممبئيءَ پاران ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ نامور ڪهاڻيڪار، ناول نگار ۽ ليکڪا ڪلا پرڪاش لکيو آهي. هن ڪتاب جي قيمت 65 روپيا آهي.




**ستريا ناچ** (Satriya Nritya): هند سنڌ اپکنڊ ۾ ڪل اٺ ڪلاسيڪل ناچ شمار ڪيا ويندا آهن، جن ۾ هيٺيان ناچ اچي وڃن ٿا: (1) ڀارتيہ ناٽيم، (2) ڪٿاڪلي، (3) موهني اٽام، (4) ڪچي پوڙي، (5) اوڊيسي، (6) ڪٿڪ، (7) مڻيپوري ۽ (8) ستريا.



ستريا ناچ اصل ۾ آسام جي علائقي ۾ مروج رهيو آهي. ملندڙ روايتن موجب هي ڀڳتي ناچ جو قسم آهي، جيڪو گرو شنڪرديو جي تخليق چيو وڃي ٿو. انهيءَ روايت موجب هي ناچ خاص ڪري وشنو پنٿين جي لاءِ جوڙيو ويو هو. هن ناچ جو آسام جي ادب ۽ ثقافت ۾ تمام گهڻو تذڪرو ملي ٿو.

ستريا ناچ ۾ ديو مالائي ڪردارن کي ڪٺي، ڪٿاڪليءَ وانگر ناچ ڪيو ويندو آهي. هن ناچ سان گڏ وائلن ۽ فليوٽ وغيره جي سنگت ڪئي ويندي آهي.

ستريا ناچ کي ٻوڏي ناچ بہ سڏيو ويندو آهي، جيڪو آسام جي وهارن ۾ گهڻو ڪري ڀڪشو نچندا آهن. ’ستريا‘ کي آسامي ٻوليءَ ۾ ’ڀوڪاٽ‘ سڏيندا آهن.

هي ناچ جوڙي جي صورت ۾، عورت ۽ مرد گڏجي نچندا آهن، جن جي لاءِ اسٽيج جو بندوبست ڪيو ويندو آهي. هي ناچ ٻڌن جي عام عبادت وارن ڏينهن ۾ ڪيو ويندو آهي. هن ناچ لاءِ چڱي موچاري سگهہ ڪانسواءِ وڏي مهارت جي ضرورت هوندي آهي. هن ناچ ۾ عضون جو تمام گهڻو استعمال ٿيندو آهي.

هن ناچ کي ڪيترن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو جن جا خاص انگ هيٺ ڏجن ٿا: (1) اپسرا نرتيہ (Apsaran Nritya)، (2) بھار نرتيہ (Behar nritya)، (3) چالي نرتيہ (chali nrityea)، (4) دسوتارا نرتيہ (dasavatra nritya)، (5) گوسائين پرياس (gosai parahbas)، (6) جھومر (Jhumra)، (7) نادو ڀنگي (Nadu Bhangi)، (8) راس نرتيہ (Rasa Nritya)، (9) راجا گهڙيا چالي نرتيہ (Rajagharya Chali Nritya)، (10) منچوڪ نرتيہ (Manchok Nritya)، (11) بار پرياس (Bar Prabhesh)، (12) گوپي پرويشا (Gopi Pravesha) ۽ (13) سُترا ڌارا نرتيہ (Sutradhara Nritya) وغيره.

**ست سرا/ ست سري**: سنڌي لوڪ شاعريءَ ۾ ست سرا بيت جو هڪ قسم آهي، جنهن ۾ ست سر سمايل هوندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن سگهڙ ستن سرن بدران ٽي يا چار سر به ڪم آڻيندا آهن. جنهنڪري انهن مان ڪن بيتن ڪي ٽِراها پڻ سڏيو ويندو آهي. هنن بيتن جي سرن ۾ ظاهري هڪڙي معنيٰ ۽ ڳجهي ٻي معنيٰ سمايل هوندي آهي. ست سرا بيت لوڪ ادب جي مختلف صنفن، ڳجهارتن ۽ هنرن ۾ ڪم آندا ويندا آهن، جن ڪي ست سريون ڳجهارتون يا ست سرا هنر چيو ويندو آهي.

ست سري هنر يا ڳجهارت ۾ مختلف سر جهڙوڪ: مومل راڻو، سسئي پنهون، ليلا چنيسر، سورٺ راءِ ڏياچ، نوري ڄام تماچي ۽ ٻيا ڪم ايندا آهن. ست سرو يا ست سري هڪ ٺي صنف آهي. اهڙو ڪتاب، جنهن ۾ ستن قسمن جي بيتن جو مواد يا ست باب آندل هجن، جهڙوڪ: ڪانگل جا بيت، فراق يا وڇوڙي جا بيت، ڪينهي جا بيت، سارنگ جا بيت، سسئيءَ جا بيت، متفرقہ بيت وغيره، تہ ان کي ست سرو چئبو آهي. ائين سرن واري ڪتاب کي اٺ سرو ۽ نون سُرن واري کي نوَسُرو ڪتاب پڻ چيو ويندو آهي.

سگهڙن ست سري بيت يا هنر کي وڌيڪ سهڻي بنائڻ لاءِ ان ۾ معنيٰ جا مختلف رنگ رکيا يعني ظاهري هنر يا ڳجهارت هڪ سر ۾ هوندي آهي، پر ان جي باطني معنيٰ ٻئي سر ۾ نڪرندي آهي.

ست سرا يا ست سري ٽن نمونن جي ٿئي: (1) هنر ڪان ٻاهر يا سڌي سڌي سنواتي، (2) هنر ۾، (3) ڳجهارت ۾.

ست سري جو هڪ مثال هيٺ ڏجي ٿو:

موکي متارن لاءِ، ٿي سرڪي سنجهوهي،
سهڻي منهن مهراڻ جي، چمڪي پئي چوهي،
پنهل ڪارڻ سسئي، پئي رندن تي روئي،
ليليٰ خاطر مجنون، چڏيو ويڻ وروهي.
مومل محلاتن ۾ پئي، مردن کي موهي،
سر جي صدا سُر ۾، چنگ پيو چوئي،
ليلان، چنيسر لاءِ، پار ڪديو پوئي،
لنبي ويئي لوئي، لوڪ ۾ لعلڻ چوي.

هن بيت جي هر مصرع ۾ هڪ سُر آهي، يعني هن بيت ۾ موکي متارا (سر ڪلياڻ)، سهڻي ميهار (سر سهڻي)، سسئي پنهون (سر سسئي)، ليليٰ مجنون، مومل راڻو (سر مومل راڻو)، سورٺ (سر سورٺ) ۽ ليلا چنيسر (سر ليلا چنيسر) سڀ سنوان سُر آهن ۽ منجهن هنرواري ڪا لڪ رکيل نہ آهي.

سنڌيءَ ۾ هڪ اصطلاح بہ مشهور آهي: 'ست سُريون ٻڌائڻ'. ست سري صنف اڄ بہ لوڪ شاعريءَ ۾ سگهڙ ڪم آڻيندا آهن.

**ست سُر، ست ڏينهن** (ڪتاب): هي ناول، نامور ليکڪا ريٽا شهاڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن جو انتساب هن پنهنجي عزيز، مهربان، محسن، دوست ۽ رهبر شاعر هري دلگير جي نالي ڪيو آهي. هن ناول جي ڪهاڻي ان جي انگريز نائڪا آڙيءَ جي ڀارت ۾ وسڻ، پيار ۽ مقامي ماڻهن سان رشتن ناتن تي آڌارت آهي.



اهڙيءَ طرح هن ناول ۾ ليکڪا، ڪردارن جي احساسن کي نهايت وڻندڙ انداز ۾ بيان ڪيو آهي. ناول جي پيشڪش، مڪالماتي ٻولي ۽ واقعاتي تسلسل ناول کي انفرادي نوعيت جو بڻائي ڇڏيو آهي. ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتيءَ ۽ موهن مدهوش جا ڪتاب تي رايا بہ ڏنل آهن.

ڊيمي سائيز جي خوبصورت ٽائيٽل واري 118 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو ٽائيٽل موهن مدهوش (حيدرآباد، سنڌ) جو ٺاهيل آهي، جڏهن تہ سورڻ ڪلا پرنٽرس، پوني طرفان 2006ع ۾ ڇپايو ويو آهي ۽ ان جي قيمت 100 روپيا آهي.

**ستسنگ**: ستسنگ جو مفهوم 'سچن جو سنگ' يا 'ستن ڀڳتن جو ڀڳتي راڳ' آهي. اڳي ست ڄڻا گڏجي ڀڳتي ڪندا هئا ۽ ائين ڀڳتيءَ جي ان طريقي کي 'ستسنگ' جو نالو ڏنو ويو. سمورا ڀڳت سُر ۽ تال جا پڪا هوندا هئا. هڪ ڀڳت، هڪ ٻاجو وڄائيندو هو، هڪ يا ٻہ ڄڻا پکواز تي هوندا هئا، ٻہ ڪن ننڍي ٿهيءَ وارا اڪثر ناچ ڪندا هئا. هاڻي 'ست سنگ' ۾ ستن ڄڻن جو هجڻ ضروري نہ هوندو آهي.

ستسنگ ڀڳتي موسيقيءَ جو نمونو آهي، جيڪا هندي تهذيب جي ڪٽڪ وانگر آهي، جنهن ۾ ڀڳت، دوها، ڀڄن، وائيون ۽ ڪافيون ڳائيبيون آهن.



تاريخي ڪتابن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ستسنگ جو بنياد قديم فن تي ٻڌل آهي. ڀڳتيءَ دوران مُک ڀڳت ڳائڻ سان گڏ وائيءَ جا بند پڙهي ٻڌائيندو آهي ۽ ٻڌندڙن مان ڪو هڪ سامهون ورائي ڏيندو آهي. ستسنگ ٻڌندڙن کي دنياوي جهنجهٽن کان آزاد ڪري، هڪ تصوراتي دنيا ۾ پهچايو ڇڏي ٿو.

تيرهين صديءَ ۾ 'ڀڳتي تحريڪ' بہ هلي هئي. جيڪا هند کان پوءِ سنڌ ۾ بہ پکڙي هئي. سنڌ ۾ سنڌي ڀڳت ۽ سامي (1743-1850ع)،

ڀارت ۾ سنت رويداس، ڀڳت ڪبير (1440-1518ع)، سُورداس، ڪَوِي تُلسِي داس (1532-1623ع)، دادو ديال (1544-1603ع)، ميران ٻائيءَ (1498-1565ع) جو ڀڳتيءَ جي ڦهلاءَ ۾ اهم ڪردار آهي.

سنڌ ۾ آڳاٽي دور کان وٺي ڪيترا نامور ڀڳت ٿي گذريا آهن، جن ۾ سنت سترام داس ۽ ڀڳت ڪنورام جا نالا دنيا ۾ مشهور آهن. هن وقت ڪراچي، حيدرآباد، سکر، ٽنڊي آدم، رهڙڪي توڙي سنڌ جي ٻين وڏن شهرن ۾ موجود مکيہ مندرن ۾ ستسنگ ٿيندا رهن ٿا. ٽر واري پاسي موهن ڀڳت ۽ چاندارام سنا ڀڳت ٿي گذريا آهن. هن وقت ڀڳت بصرمل، ڀڳڙو ناچين، ڀڳت آسن ميگهواڙ، پتو ميگهواڙ، ڪيمون ميگهواڙ وغيره مشهور ڀڳت ليکيا وڃن ٿا، جيڪي ستسنگ ڪندا رهن ٿا. موهن ڀڳت جو پاءُ سروپ ڀڳت بہ سنو ڀڳت هو. هن وقت موهن جو پٽ شنڪر ڀڳت پنهنجي ساٿين سان گڏ ستسنگ ڳائيندو آهي.

**ست ڪاجن جو دڙو:** ست ڪاجن جو دڙو، ڪراچيءَ کان 300 ميل پري، اولھ پاسي، عربي سمنڊ جي ڪناري کان 25 ميل اُترطرف موجود



آهي. سر آريول اسٽائن، هن دڙي جي کوٽائي ڪرائي تہ هتان 8-9 فوٽ هيٺ زمين مان ٺڪربون لڌيون ويون ۽ هڪ پڪي قلعي جي پت جا آثار بہ مليا، جنهن جي اندر هڪ مستطيل شڪل جو ميدان اُتر اولھ پاسي 170 وال ڊگهو ۽ اوير اولھ کان 125 وال ويڪرو موجود آهي. شهر پناهہ پٿر جي چورس سرن کي مٽي ۽ گاري سان لنبي ٺاهي وئي آهي، جنهن جي ڏکڻ اولھ واريءَ ڪنڊ کان هڪ دروازي جا نشان پڻ مليا آهن، جيڪو اٺ فوٽ ويڪرو آهي. کوٽائي هلندي، هڪ وڏو ’خاڪدان‘ لڌو ويو، جيڪو رک سان ڀريل هو. ان مان اندازو لڳايو ويو تہ انساني لاشن کي ساڙڻ بعد انهن جي رک کي خاڪدان ۾ وجهي پوريو ويندو هو. اهڙي قسم جي رک سان ڀريل ٻيا ٿانو بہ هتان مليا آهن. لڌل باقيات ۾ پٿر جا چاقو، پن جي شڪل جو پٿر جو ٺهيل تيرجو مُنهن، ٽامي جي هڪ ٺهيل ڪهاڙي، جنهن جا پاسا ڪاراڻيءَ وانگر آهن. مٽيءَ جون ٺهيل ڪنگڻيون، روهيءَ مان ٺهيل ٿانوَ جو هڪ ٽڪر ۽ ٻيا مٽيءَ جا ڪيترا ٿانو، جن ۾ اُهي ٺُنگڙن وارا ٿانو بہ شامل آهن، جيڪي هڙاپا مان بہ لڌا ويا آهن. ان ڪانسواءِ هن دڙي مان ڪجھ چنساليءَ وارا ٿانو، مٽيءَ جي جهرڪيءَ جي شڪل جي سيٽي ۽ پڪيون سرون بہ مليون آهن.

**ست گلو:** ست گلو نشاستي وانگر اڇي رنگ جو ٿئي ٿو جيڪو اصل ۾ گلي وڻ جو ست آهي. هي لفظ ايتري قدر عام ٿي ويو آهي، جو هن وڻ کي ئي ’ست گلو‘ چون ٿا. در حقيقت وڻ جو نالو ’گلو‘ آهي ۽ هي ان وڻ جو جوهر آهي. ست گلو معدي ۽ جگر کي قوت ڏئي ٿو حڪيمن چواڻي هي پراڻي بخار جي علاج ۾ بہ مفيد آهي.

**ست گهرو (ماڳ):** ست گهرو، اصل ۾ غارون آهن. جيڪي يونين ڪائونسل غيبي ديري، ديهہ ڪوهستان ضلعي قنبر-شهدادڪوٽ ۾، شهدادڪوٽ شهر کان 52 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي واقع آهن. ڪيرٿر جو هڪ چاڙهہ، هن ماڳ کان ڏيڍ ڪلوميٽر تي ڏکڻ طرف آهي. هي غارون بہ ’تگهري‘ ماڳ سان لڳ، اوچائيءَ ۾ 150 فوٽ، پر تگهري کان ويڪريون آهن. هنن ۾ ستن گهرن جهڙيون غارون آهن. مٿان درين جهڙا وڏا ڳڙڪا بہ ڏسجن ٿا. لڳي ٿو تہ اوائلي انسان هڪ دور ۾ پنهنجي مرضيءَ سان جبل کي ٽڪي اتي رهائش اختيار ڪئي هئي. هي غارون ڪائي ۽ نيئنگ وارين غارن سان مشابهت رکن ٿيون ۽ ساڳئي دؤر جون سڏي سگهجن ٿيون.

**ستلج ندي:** هيءَ ندي سنڌو درياهہ جي پرتي ڪنڌڙ درياهن مان هڪ آهي، جيڪا هماليہ جبل تي، ٿبيٽ جي ڏکڻ اولھ مان 15200 فوٽ بلنديءَ تان وهي، پهرين هندستاني علائقن مان ٿيندي اچي ٿي، جتان رستي ۾ بياس ندي چوڙ ڪري ٿي. ان کان پوءِ هيءَ ڏکڻ اولھ طرف پاڪستان ۾ پنجاب جي علائقي کان داخل ٿي وهي ٿي. هيءَ ندي پڻ سنڌو طاس معاهدي هيٺ هندستان کي وڪرو ڪيل آهي ۽ هن جي پاڻيءَ تي هندستان جو قبضو آهي. اهوئي سبب آهي، جو هيءَ ندي پاڪستان جي حدن ۾ سال جو اڪثر حصو خشڪ رهندي آهي. هن نديءَ



۾ برساتن جو پاڻي وڏي مقدار ۾ وهي هلندو آهي، خاص ڪري ٻوڏ وارن ڏينهن ۾ هيءَ ندي تار وهندي آهي.

ستلج نديءَ جي ڪل ڊيگهہ 300 ميل آهي. هيءَ ندي پنجاب جي چولستان واري حصي کي سيراب ڪندي پنج ند وٽان ٽن گڏيل اترين درياهن (جهلم، راوي ۽ چناب) سان ملي ٿي، جتان وري سنڌوءَ ۾ ملي ٿي.

**ست نارائڻ مندر:** هي مندر مٺي در، ڪراچيءَ ۾ واقع آهي. 1999ع ۾ هي مندر ايويڪيو پراپرٽيءَ پاران هڪ ٺيڪيدار حبيب کي 30 سالن جي ليز تي ڏنو ويو هو، جنهن تي اقليتي ماڻهن احتجاج ڪيو. مندر جو گهڻو حصو بلڊر مافيا تباهه ڪري ڇڏيو آهي. مندر مان مورتيون هٽايون ويون آهن ۽ سنڀاليندڙ پوڄاريءَ کي چون ٿا ته ڀڄايو ويو آهي. هي مندر



ڪجور بازار قواري مندر جي نالي سان به مشهور آهي. هن مندر جي حفاظت ضروري آهي.

**ستن ستين جو قبو** (ماڳ): هيءَ ماڳ ساموئي، ضلعي ٺٽي ۾ آهي. ڳوٺ غلام حسين جي اتر ۾ هڪ قبو آهي، جنهن لاءِ روايت آهي ته اهو سومرا خاندان جي ستن ڀينرن جو آهي. مقبرو چوڪنڊي شڪل جو آهي، جيڪو اندران توڙي ٻاهران گچ سان لنبيل آهي. اوپر ۾ ڪشادو اڱڻ اٿس. مقبري جي ڇت هموار آهي، جيڪا سردرن تي بيٺل آهي، جنهن جي اوپر واري مهاڙي ونگن وارن خانن سان سينگاريل آهي، لنگهه فقط هڪڙو اٿس، جيڪو اندر اونداهي مقبري ڏانهن وڃي ٿو. جتي ستن ستين جون ساديون سوديون قبرون آهن. هي ماڳ سومرا دؤر جو چيو وڃي ٿو.

**ستن شهيدن جون قبرون** (ماڳ): هي قبرون 'ميان جا قبا' نالي تاريخي قبرستان لڳ دولتپور ضلعي نوابشاهه (موجوده بينظيرآباد) ۾ موجود آهن. هي قبرستان ميان نور محمد ڪلهوڙي جي نسبت سان 'ميان جا قبا' نالي مشهور آهي. ميان نور محمد ڪلهوڙي جي هن قبرستان جي اتر ۾ ستن درويشن جون قبرون آهن، جن جي باري ۾ روايتون آهن ته اهي اچ جا درويش هئا ۽ جهانيان جهان گشت سان گڏجي، سيد سلطان شاهه بخاريءَ سان همرڪاب ٿي، سنڌ ۾ آيا هئا. اهي درويش شهيد ٿيڻ ڪانپوءِ هن هنڌ تي دفن ٿيا.

**ستوليا** (راند): هيءَ راند گهڻو ڪري ڇوڪريون کيڏنديون آهن. ڪڏهن ڇوڪرا به گڏجي کيڏن ٿا. هن راند ۾ به ٽوليون هونديون آهن. ٻئي ٽوليون ٻارهن قدمن جي فاصلي تي ويهنديون آهن ۽ وچ تي ست ٺڪريون هڪ ٻئي مٿان رکيون ويندون آهن. پوءِ انهن مان هڪ ٽولي مان ڇوڪريون واري واري سان بال/ کينهوڙي سان ٺڪرين کي ڌڪ هڻي ڪيرائڻ جي ڪوشش ڪنديون. ٻئي طرف واري ٽولي ان بال کي جهلڻ جي ڪوشش ڪندي. بال جهلڻ جي پيو ته آڳ ڏيندڙ ٽوليءَ جي اها ڇوڪري ڪاپي ويندي ۽ ٻي وارو وٺندي، پر جي بال سان ٺڪريون ڪِري



پيون ته پوءِ انهن کي ٻيهر هڪ ٻئي مٿان رکڻ جي ڪوشش ڪندي، ان دوران ٻي ٽولي بال ڪٺي ٺڪريون رکندڙ ان ڇوڪريءَ کي هڻندي. بال لڳي ويو ته ڪاپي ويندي، نه ته وري آڳ ڏيندي. ائين ٽوليءَ جي هر هڪ ڇوڪري ڪندي جيستائين ٺڪريون رکجڻ واري عمل دوران ان ڇوڪريءَ کي بال نه لڳندو، تيستائين راند جاري رهندي. بال لڳڻ جي صورت ۾ ٻي ٽولي آڳ ڏيندي. سنڌ ۾ هن راند کي 'ٺڪرين راند' به سڏين ٿا.

**ستون:** 'ستون' ڪٽڪ ۽ جَوَن جا داڻا هوندا آهن، جن کي ٽئي تي پُچي تيار ڪبو آهي. 'ستون' گهڻي اڃ کي گهٽ ڪن ٿا ۽ گرم تپن/ بخارن لاءِ مفيد آهن. حڪيمن موجب ستون، صفراوي اٽين، مٿي جي سور ۽ دماغ جي بخار کي روڪي ٿو. پيچش لاءِ مفيد آهي ۽ دستن کي بند ڪري ٿو.

**ستهه وارو دڙو** (ماڳ): هي دڙو ديهه کهياري، تعلقي فيض گنج، ضلعي خيرپور ميرس ۾ آهي. هي ماڳ ستهه واري ويريءَ ۾ هڪ وڏو پڙو هوندو هو، جنهن جو گهڻو حصو هينئر آباديءَ هيٺ اچي ويو آهي. هاڻي فقط پنجن ڇهن ايڪڙن تي وڏو ٺڪرائو موجود آهي. ٺڪرائو سنڌو تهذيب سان ڀيٽڻ جهڙو آهي. هتان پوئين دور جو ٺڪرائو به ملي ٿو جيڪو صفا مٿاڇري تي موجود آهي. ڪجهه سال اڳ هن پڙي جي پرسان هڪ هڏائون پڃرو لڌو ويو هو. هارين جي چوڻ موجب اهو پڃرو عام ماڻهوءَ جي پڃري ڪان کي قدر وڏو هو. هتان ڪجهه ٺڪر جا مڻ به هٿ آيا. چٽيل ٺڪريون به مليون آهن. هن ماڳ جي ڪوٽائي ٿيل ڪانه آهي.

**ستئونداس، حڪيم:** حڪيم ستئونداس، دادو تعلقي جي ڪوڪرن جي ڳوٺ جو رهاڪو هو. دادو شهر ٺهڻ بعد لڏي اچي غريب آباد محلي ۾ رهيو، جتي پسارڪو دڪان کوليو هئائين. ان دوران مختلف حڪيمن جا نسخا گڏ ڪندو ويندو هو. آهستي آهستي انهن نسخن کي ڏسي پاڻ به حڪمت جو ڪم شروع ڪيائين ۽ ڏسندي ڏسندي حڪمت ۾ ڪافي نالو ڪڍيائين. سندس هٿ ۾ شفا هئي. وٽانئس ڪيترا مريض شفاياب ٿي نڪتا. غريبن ۽ مسڪينن جو علاج مفت ڪندو هو. هر

جمعي تي پير محمد مراد جي درگاھ تي ويندو هو ۽ اتي غريبن کي مفت کاڌو کارائيندو هو. پير محمد مراد جي قبر اڳيان ڳچيءَ ۾ ڳارو وجهي درگاھ تي عرض ڪندو هو تہ خدا ڪيس توفيق ڏي، جو هو غريبن جي سيوا ڪري سگهي. هن ڪيترن غريبن جي مالي مدد پڻ ڪئي. هميشہ هٿ کي ڪليل رکيائين ۽ ڪڏهن بہ ڪو ضرورتمند سندس در تان خالي نہ موٽيو. هي سخي مرد، پاڪستان وجود ۾ اچڻ کانپوءِ هندستان هليو ويو.

**ستي (رسم)**: هند ۽ سنڌ جي هندن ۾ 'ستيءَ' جي رسم تمام قديم رهي آهي، جنهن تي هن وقت هندستان، پاڪستان ۽ دنيا جي ٻين ملڪن جي حڪومتن طرفان پابندي وڌل آهي. هن رسم کي 'ستي لڪڙي' ۽ 'ڏاگهہ چڙهڻ' بہ چيو ويو آهي. ڊاڪٽر ڪاڪي پيرومل مهرچند آڏواڻيءَ 'قديم سنڌ' ۾ لکيو آهي تہ، "ويدڪ زماني ۾ عام دستور هوندو هو تہ



وڌوائون (بيوه يا رنڊ زالون) مڙسن جي لاش سان گڏ پاڻ کي بہ جلائي، ختم ڪنديون هيون ۽ اهي 'ستيون' سڏبيون هيون." ڊاڪٽر ابناس چنداس جي خيال موجب "انهيءَ رسم جي مراد هيءُ هئي تہ مرڻ کانپوءِ بہ مردن جي گهرو سُک لاءِ زالون ساڻن هجن." اها مجيل حقيقت آهي تہ قديم قومن جي ماڻهن ۾ اهڙا خيال هوندا هئا. جيئن مصر جي فرعونن ۾ اهو تصور ڪيو ويندو هو تہ اهي مرڻ کانپوءِ وري جيئرا ٿيندا، تنهنڪري سندن اهرامن ۾ مُردن ۽ لاش سان گڏ انساني ضرورت جون شيون: کاڌ خوراڪ، زيور، ڪپڙا ۽ بسترا، گاڏيون ۽ ٻيڙيون وغيره ساڻن دفن ڪندا هئا. ڪن هندن ۾ بہ اهو دستور آهي تہ ڪو مرد مرندو آهي تہ ڪيس سوني منڊي پارائيندا آهن ۽ ڪا زال مرندي آهي تہ اُن کي نڪ ۾ نٿ يا ڪن ۾ ڪو سونو زيور پارائيندا آهن تہ جيئن ڪو مٽيو مُنڊي ساڻس هجي، پر هر هندو جاتيءَ ۾ اها روايت ڪانهي. هندو ڌرم مطابق، ستيءَ جا چار (4) مفهوم وٺي سگهجن ٿا:

(1) ستي، شِوَ جي پهرين ڌرم پتني ۽ ارڌانگني آهي، جنهن کي پاروتيءَ جو پهريون اوتار تسليم ڪيو وڃي ٿو راجا دڪشو پرجاپتي، ستيءَ جو پيءُ هو. جنهن هڪ يگيہ ڪرايو هو. شِو پراڻ (ڌرمي ڪتاب) ۾ آهي تہ راجا دڪشو پرجاپتيءَ، اُن يگيہ جي ڪوٽ سمورن ديوتائن کي ڏني هئي ۽ سيئي ديوتا اچي شريڪ ٿيا هئا. ستي ان وقت ماءُ پيءُ جي گهر ۾ هئي، جڏهن تہ راجا دڪشو ستيءَ سان دوکو ڪري، شِوَ کي اُن يگيہ جي ڪوٺَ نہ ڏني هئي. ستي يگيہ ۾ پنهنجي وَرَ کي نہ پائي ديوتائن ۽ پيءُ اڳيان پاڻ کي بي مانو محسوس ڪيو جن سندس ور جو مذاق اُڏايو هو. ان ڪري باھ ۾ پنهنجي وجود کي جلائي پسم ڪري ڇڏيائين. اُن پتورتا استريءَ جي مثال کي سامهون رکي پراچين لوڪن جي نارين ۾ اهو رواج پيو. هيءَ رسم اُن سماج ۾ مردن جي مڙهيل زوريءَ ظالماڻي رسم نہ هئي، پر عورت ذاتي خوشيءَ سان ستي لڪڙي ٿيندي هئي، جنهن ۾ وقت جي بادشاھ جي اجازت ضروري هوندي هئي، پر مرداڻي سماج ان رسم کي بند ڪرڻ بجاءِ جاري رکيو.

(2) رامائڻ جي وقت ۾ ستي هڪ پريڪشا يا آزمائش جو نالو هو. جڏهن رام راوڻ سان جنگ ڪري، ڪيس ختم ڪيو ۽ سيتا کي آزاد ڪرايو تہ لوڪ لجا لاءِ سيتا کان پاڪ دامن هجڻ لاءِ اگني پريڪشا ورتي وئي. ان پريڪشا مطابق سيتا باھ جي اوڙاھ ۾ ويني ۽ کيس باھ جو ڪو اثر نہ ٿيو. ائين سيتا کي بہ 'ستي/ سچي'، 'پاڪ دامن' ۽ 'پتي ورتا زال' چيو ويو.

(3) ستي اُن عورت کي بہ چيو ويندو آهي، جيڪا ساري عمر 'ڪورو گهڙو' پوڄيندي آهي. اها ناري شادي نہ ڪندي آهي ۽ نہ ئي وري مرد ماڻهوءَ جو مُنهن ڏسڻ پسند ڪندي آهي. اهڙيءَ ناري سموري عمر ڪنواري رهندي آهي ۽ سندس عمر پوڄا پاٺ ۾ گذرندي آهي. اهڙين نارين کي بہ 'ستيون' چيو ويندو آهي.

(4) هندو ڌرم ۾ عورت کي پتي ڌرم پاڙڻ جي هدايت ڪيل آهي ۽ پتيءَ ڌرم پاڙڻ وارين اِسترين کي 'پتي ورتا' يا 'پتورتا' استري ۽ 'ستي' چيو ويو آهي.

مشهور محقق پيرو مل مهرچند آڏواڻي لکي ٿو تہ: "جيڪي ستياڻيون، پتورت ڌرم پالن ڪنديون هيون ۽ پنهنجي مڙسن سان سچي پچي پريت هوندي هئن ۽ ڪائن هڪڙو پل بہ پاسي ٿيڻ نہ چاهينديون هيون، سي پتيءَ کانپوءِ پنهنجو جيئڻ جاڙ سمجهي، ساڻس گڏ چکيا (باھ جي اوڙاھ) چڙهنديون هيون، تہ مرڻ کانپوءِ بہ هڪ ٻئي سان گڏ هجن ۽ سندن پريت هلندي اچي. مطلب تہ اهڙين پتورت استرين جي پتيءَ سان جهجهي محبت ۽ پريت هئڻ سبب ستي لڪڙيءَ جو رواج پيو. سندن اهڙن خيالن سبب اڄ تائين چوٽي آهي:

پريت ايسي ڪيجئي، جيسي هندو ڪي جوءِ.
جيتي جو سنگ رهي، مُئي پي ستي هوءِ.

[يعني پريت اهڙي ڪجي جهڙي هندوءَ جي زال ڪري ٿي، جيئري تہ مڙس سان رهي ٿي، پر مڙس جي مرڻ کانپوءِ بہ ستي ٿئي ٿي.]

هڪ سنڌي پهاڪو آهي ته: "ستي لڪڙن کان موٽي ته ڪتن هاب ٿئي." هن مان اها ڳالهه ظاهر آهي ته ستيءَ جو، ڏاگهه جي ڪاٺين کان واپس موٽڻ، ڪَسي ڳالهه ليکبي هئي. اهڙين زالن جو مان نه رهندو هو، جي پنهنجي پتيءَ سان گڏ پنهنجو پاڻ باهه جي پنيٺ ۾ جلائي پورو نه ڪنديون هيون. ستي لڪڙيءَ جي رواج جو ذڪر اٿرويد جي منڊل ارڙهين (3، 1) ۾ به آهي. اهو رواج رگ ويد واري زماني ۾ به هو، پر هر وڌوا پاڻ کي نه جلائيندي هئي.

رگ ويد جي سُوڪت اٺين ۾ ڄاڻايل آهي ته:

"اي ناري، اُٿ! انهيءَ جي پرسان اچي ليٽي آهين، جنهن جا پساهه پورا ٿي ويا آهن. جيئرن جي دنيا ۾ تون پتيءَ پرٿيءُ ۽ ان جي استري ٿيءُ، جو تنهنجو هٿ جهلي بيٺو آهي ۽ تو سان پرڻجڻ جي مرضي اٿس."

انهيءَ مان مراد عورت ذات جي انهيءَ جبري رسم ۾ ڪا رعايت به هئي، جنهن مهل اُها استري يا ستي پنهنجي مئل مڙس جي چڪيا تي، مڙس جو لاش پنهنجي هنج ۾ سمهاري ويهندي هئي، تنهن مهل سندس ڪنوارو ڏير يا بيو ڪو، جو ساڻس پرڻجڻ چاهيندو هو، سو هٿ کان وٺي ڪيس اُٿاري ايندو هو. اهڙيءَ طرح هندو ڌرم ۾ ستي لڪڙي توڙي وڌوا جي شاديءَ جا اهڃاڻ پڻ ملن ٿا.

هن رواج جي خلاف آواز ان وقت اٿيو، جڏهن ان تي زبردستي عمل ڪرائڻ جي ڪوشش ٿي يعني جيڪڏهن ڪا عورت مڙس جي چِتا سان سڙڻ نه چاهي ته به زوريءَ ان کي مجبور ڪيو وڃي.

انگريزن جي اوائلي ڏينهن تائين هي رواج هلندو پئي آيو، پر پوءِ لارڊ وليم بينٽڪ جي ڏينهن ۾ برهمو سماج جي باني راجا رام موهن راءِ جي ڪوششن سان هن جاهلاڻي ۽ ظالماڻي رسم تي قانوني طرح پابندي وڌي.

ستيءَ لڪڙيءَ رسم جو اکين ڏٺو ثبوت ابن بطوطه (1304-1369ع) جي هند ۽ سنڌ واري سفرنامي ۾ به ملي ٿو. سندس سفرنامي جي باب ٽئين ۾ هندستان ۾ ستيءَ لڪڙي جي رواج بابت لکيل آهي ته: "آءٌ هڪڙي اهڙي شهر ۾ هئس، جنهن جا گهڻا رهاڪو هندو هئا. انهن کي ابرجي به ڪوٺيندا هئا. هڪ دفعي انهن رستي تي ڦُر ڪئي، تنهنڪري اتان جو امير هندن ۽ مسلمانن جو گڏيل لشڪر وٺي، ساڻن لڙائي ڪرڻ ويو. تمام سخت لڙائي لڳي، جنهن ۾ ست هندو رعيتي مارجي ويا، جن مان ٽن کي زالون هيون. انهن زالن ستيون ٿيڻ جو ارادو ڪيو. ستي ٿيڻ هندن ۾ ڪو واجب ڪونهي، پر جيڪي رنون زالون پنهنجي مڙسن سان گڏ سڙنديون آهن، تن جو خاندان عزت وارو سمجهيو ويندو آهي ۽ عورتون وفادار سمجهيون وينديون آهن. باقي نه سڙندڙن کي ٿلها ڪپڙا پائڻ ۽ طرح طرح جي خواريءَ سان زندگي بسر ڪرڻي پوندي آهي ۽ ڪين بيوفا پڻ سمجهيو ويندو آهي، مگر ڪنهن کي ستيءَ ٿيڻ لاءِ مجبور نه ڪيو ويندو آهي. جن ٽن زالن ستيون ٿيڻ جو ارادو ڪيو هو، اهي ٽي ڏينهن اڳ ڳائڻ وڄائڻ ۽ کائڻ پيئڻ ۾ مشغول ٿي ويون هيون، چو ته هو هن دنيا مان وڃي رهيون هيون. انهن وٽ هر طرف کان زالون پئي آيون. چوٿين ڏينهن انهن وٽ هڪ هڪ گهوڙو آندو ويو ۽ هر هڪ بيواهه سينگار ڪري، خوشبوءِ لڳائي، ان تي سوار ٿي. سندن ساڄي هٿ ۾ ناريل هئا، جن کي اڇلائي رهيون هيون ۽ کاٻي هٿ ۾ آئينو هو، جنهن ۾ هر هر منهن پئي ڏٺائون. برهمڻ سندن چوڌاري جمع هئا. مائٽ مٽ به ساڻن گڏ هئا. اڳيان دهل دماما وڄندا پئي ويا ۽ هر هڪ کين چئي رهيو هو ته منهنجي فلاڻي پيءُ، ماءُ، ڀاءُ يا دوست کي سلام چئجان. ان تي هو کِلنديون، هائوڪار ڪنديون پئي ويون. اسان انهن سان ٽي ميل کن گڏ وياسين ۽ هڪ اهڙي جڳهه تي پهتاسين، جتي پاڻي تمام گهڻو هو ۽ گهاٽي وڻراهه هجڻ ڪري انڌيرو ٿي رهيو هو. اهڙي جڳهه جي ٺيڪ وچ تي چار گنبذ ٺهيل هئا، جن مان هر هڪ گنبذ ۾ هڪ بت رکيل هو ۽ وچ تي حوض ٺهيل هو. جنهن تي وڻن جي ڇانو هجڻ سبب ۽ اُس نه پوڻ ڪري اهو اهڙو اونداهو پئي معلوم ٿيو جو ڄڻ ته جهنم جو ٽڪرو هو. جڏهن هي عورتون انهن گنبذن وٽ پهتيون، تڏهن انهيءَ حوض ۾ لهي غسل ڪيائون، پوءِ پنهنجا ڪپڙا ۽ زيور لاهي، انهن جي جاءِ تي هڪ ٿلهي ساڙهي ٻڌائون. حوض جي پرسان هڪ هيٺاهين زمين تي باهه ٻاري وئي، جنهن ۾ سرنهن جي تيل وجهڻ سان باهه پنيٺ ڪري ٻرڻ لڳي. پندرهن کن ماڻهن جي هٿن ۾ ٻڌل هلڪين ڪاٺين جون پروڙيون هيون ۽ ڏهاڪو کن ماڻهو وڏا بنڊ کنيو بيٺا هئا. دهلن ۽ شرناين وارا، عورتن جي انتظار ۾ بيٺا هئا. باهه جي اڳيان ڪپڙي جي اوٽ ڪئي وئي هئي ته جيئن عورتن جي نظر نه پوي. انهن مان هڪڙي عورت زبردستيءَ ماڻهن کان ڪپڙو ڦري ورتو ۽ چيائين ته: "چا! مون کي خبر نه آهي ته اها باهه آهي؟ مون کي ڊيڄاريو ٿا؟ پوءِ جلهه ڪري باهه ڏانهن وڌي ۽ پاڻ کي باهه ۾ اڇلائي وڌائين. ان وقت دهل ۽ شرنايون وڄڻ شروع ٿيون. جيڪي ماڻهو سنهيون ڪاٺيون کڻي بيٺا هئا، تن اهي باهه ۾ وجهڻ شروع ڪيون ۽ انهن جي مٿان وڏا بنڊ وجهي ڇڏيائون، جيئن اها عورت چُري پُري نه سگهي. اتي بيٺل ماڻهن وٺي گوڙ ڪيو. آءٌ اهو سڀ ڪجهه ڏسي بيهوش ٿي ويس ۽ گهوڙي تان ڪرڻ تي هوس ته منهنجي دوستن مون کي سنڀالي ورتو ۽ پاڻيءَ سان منهنجو منهن ڌوئاريائون."

سنڌ ۾ به ستيءَ جي رسم جا ڪي اهڃاڻ ملن ٿا. 1055ع ۾ ڪيسر مڪواڻي جي همير سومري سان جنگ هئي. هو همير سان وڙهندي مارجي ويو. ڪيسر مڪواڻو ٽرجي ڳوٺ ڪيرٿيءَ ۾ راڄ ڪندو هو. سندس موت ڪانپوءِ راجپوت عورتن 'جوهر' ڪيو. جن سان گڏ سومريون به ستيون ٿيون ۽ همير سومرو خالي واپس موٽيو.

ان کان اڳ راڻي چندن جي گهر واري پنياڻي، هڪ برهمڻ جوتشيءَ کان راڻي چندن جي جنگ جي ميدان ۾ مارجڻ جي غلط خبر ٻڌي ڏاگهه چڙهي هئي، جڏهن ته راڻو چندن زنده هو.

همير سومري جي وقت ۾ مومل ۽ راڻي ميندري جي عشقيه داستان ۾ جڏهن راڻو ميندرو، مومل کان رُسي عمرڪوٽ آيو، تڏهن مومل به

ڪيس پرچائڻ لاءِ عمرڪوٽ آئي ۽ ماڙي جوڙي ويٺي. مومل، راڻي مينڌري کي پرچائڻ جا ڪيترا حيلا ۽ جتن ڪيا، پر راڻو نہ پرتو. روايت آهي تہ: هوءَ ڏاگهہ چڙهي وئي. جڏهن راڻي، مومل جي محبت جي اها انتها ڏٺي تہ هن بہ پنهنجو پاڻ کي باهہ جي حوالي ڪري ڇڏيو.

دودي سومري جي داستان ۾ بہ هڪ روايت موجب جڏهن سومرين کي سام ڏيندڙ ابڙو ۽ سندس پٽ ممڻ جنگ ۾ شهيد ٿي ويا تہ سومرين چِتا چڙهي ست بچايو. ٻيءَ روايت موجب هنن خدا کان دعا گهري زمين ڦاٽي پئي ۽ ان ۾ هليون ويون.

راجا ڏاهر جي زال لاڏيءَ لاءِ بہ روايت آهي (۽ هند جي سنسڪرت ۾ لکيل تاريخي ناول ’سنڌو ڪنيا‘ موجب) راڻي لاڏي، پنهنجي ور ڏاهر جي سر سان گڏ چتا تي چڙهي سَتي ٿي هئي.

ستين جي اهڙن اهڃاڻن کي سنڌ ۾ ’ستيءَ ڏيرا‘، ’ستين جا آستان‘، ’ستيءَ جو ٿلهو‘ چيو وجي ٿو. ٿر جي علائقي ۾ اڄ بہ ڪيترائي اهڙا اهڃاڻ ۽ آثار ملن ٿا، جي ستيءَ جي نالي سان سڃاتا وڃن ٿا. سکر ۾ روهڙي وٽان سنڌو درياهہ جي ڪناري تي پڻ ’ستين جي آستان‘ نالي سان ماڳ موجود آهي.

**ستيارٿ پرڪاش** (ڪتاب): هيءُ آريہ سماجين جو مشهور (اعتراضي) ڪتاب آهي، جنهن ۾ ويدن جي علم کي پکيڙڻ ۽ ڀڳوان جي صفتن کي بيان ڪيو ويو. ڪتاب جو ليکڪ آريا سماج جو پايو وجهندڙ مهرشي سوامي ديانند سرسوتي مهراج هو. ڪتاب اصل هندي زبان ۾ هو، جنهن جو سنڌي ترجمو، پنڊت جيوڻ لعل آريہ اپديشڪ، پروفيسر تاراچند ڏيئومل گاجرا، گٽپتراءُ باپو راءِ گوري آريا گڏجي ڪيو. هن ڪتاب کي چوڏهن بابن ۾ ورهايو ويو آهي، جنهن مان ڏهہ باب پهرئين ڀاڱي ۾ ۽ چار باب ٻئي ڀاڱي ۾ ڏنا ويا آهن. آخري ٻہ باب عيسائين ۽ مسلمانن جي مذهبن تي مشتمل آهن، جن ۾ ٻنهي مذهبن کي نهايت تلخ ۽ سخت انداز ۾ ننديو ويو آهي. ڪتاب جي شايع ٿيڻ کان پوءِ عيسائين ۽ مسلمانن طرفان وڏا اعتراض ٿيا، جن جا انتهاپسند هندن طرفان جواب بہ شايع ٿيندا رهيا. مسلمانن طرفان محمد عثمان ڏيپلائي ۽ محمد خان غني ’ڪفرناس بجواب ستيارٿ پرڪاش‘ جي عنوان سان ۽ ’صداقت القرآن بجواب ستيارٿ پرڪاش‘ جي عنوان سان ٽن جلدن ۾ محمد بخش واصف، سال 1943ع ۾ جواب ڏنا. اڳتي هلي ڪتاب جا آخري ٻہ باب ضبط ڪيا ويا ۽ هاڻي اِن ڪتاب جا فقط ٻارهن باب شايع ٿين ٿا.

هيءُ ڪتاب سال 1937ع ۾ شريمتي آريہ پرتينڌي سڀا، سنڌ، ڪراچيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو هو. رائل سائيز ۾ ڇپيل 922 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 140 روپيا آهي.

**سُتيارو**: ٽالپرن جي دور ۾ هتي هڪ شاندار وڏي ڍنڍ هئي. اڳاٽي درياهي وهڪري جو لنگهہ بہ هيءُ علائقو رهيو هو جنهنڪري هتي ’ستيون‘ جام هئڻ ڪري هن علائقي کي ’ستيارو‘ سڏيو ويو. هن وقت سم جي پاڻيءَ جي ڍنڍ پڻ ’ستيارو‘ سڏجي ٿي. هتي ٽالپر حڪمرانن جو ڪچو قلعو بہ ٺهيل هو جنهن جا آثار مقامي زميندارن زمينون ڪاهي ختم ڪري ڇڏيا آهن. ستيارو سڪرنڊ کان اوڀر طرف اٽڪل ٻارنهن ڪلوميٽر پري آهي. هتي ڍنڍ جي وچ ۾ ٻيٽاريءَ ۾ شڪار ۽ تفريح گاهہ لاءِ ميرن جي دور جي ٺهيل جڳهہ جا نشان اڄ بہ موجود آهن. اهڙي نشاندهي ستياري جي ڳوٺ ولي محمد ڪيريي جي رهواسي سرور ڪيريي ڏهہ سال اڳ سنڌي ادبي سنگت سڪرنڊ جي گڏجاڻيءَ ۾ ڪئي هئي. ستيارو علائقي ۾ موجود ڳوٺ ولي محمد ڪيريي جي استاد مير محمد ڪيريي پڻ ڍنڍ ۾ اهڙن اهڃاڻن ۽ ڪناري تي ڪچي قلعي جا نشان هئڻ جي دعويٰ ڪئي. سڪرنڊ جي نوجوان شاعر ۽ محقق ماڻڪ ملاح ۽ ڳوٺ حاجي ڪيريي جي رهواسي ادب دوست جيئڻ ڪيريي سرزمين تي وڃي ڍنڍ جو مشاهدو ڪيو ۽ ڍنڍ جي وچ ۾ هڪ پڪي جاءِ جا نشان ۽ ڪناري سان ڪچي قلعي جا نشان ۽ اهڃاڻ اکين سان ڏٺا.

**ستي استون**: اُڪريل پٿر جو هي يادگار ڀوڏيسر، ننگرپارڪر ۾ آهي. مندرن جي پاسي ۾ ٻہ عدد ڍڳها پٿر ڪتل آهن، جن تي اُڪر جو ڪم ٿيل آهي. هي پٿر ان دور جا آهن جڏهن عورتون مڙس جي مرڻ کان پوءِ ’ستيءَ جي رسم‘ طور پاڻ کي جيئري ساڙيندڙيون هيون تہ جيئن سندس مڙس کي دنيا ۾ ڪيل گناهن کان ڇوٽڪارو ملي.



انهن پٿرن مان هڪ پٿر 6x5-1x6-4 فوٽن جو آهي. جنهن جي مٿئين اڌ تي سورج مکيءَ جو گل ۽ هيٺئين اڌ تي گهوڙي سوار جي تصوير اُڪريل آهي. ان جي هيٺان هندي ۽ گجراتيءَ ۾ ڪجهہ لکيل آهي. ٻئي پٿر جي وچ واري حصي تي هڪ عورت جي تصوير اڪريل آهي، جنهن کي ساڄي ٻانهن ۾ چوڙيون پاتل آهن. هي پٿر 6-1x2x3-4 فوٽن جي ماپ جو آهي.

ٿرپارڪر جي شهر ڪانٽيي کان 18 ڪلوميٽر اولهہ طرف جنجهيئر ڳوٺ ۾، ڏکڻ اوڀر طرف، ميگهواڙن جي قبرستان لڳ، ستي ماتا جا 6 عدد اهڙا ستي استون مليا آهن، جن کي مقامي ماڻهو ستيءَ

جون لورئيون بہ سڏيندا آهن. جن مان 3 عدد لورئيون ثابت موجود آهن، جڏهن تہ ٽي لورئيون وقت سان گڏ ميسارجي چڪيون آهن. هن ماڳ/ ٿان جا سنڀاليندڙ گونگيي جا آچونڪ وارا سوٽهڙ آهن. جيڪي اصل جنجهيئر جا وينل هئا، پوءِ تڙ هميرهِ وڃي وينا، ۽ ان ڳوٺ جو نالو گونگيو پئجي ويو. اهي سوٽهڙ هن ستيءَ جا ائن پيڙهين کان پوڄيندڙ آهن. ڪين ڪيترا وردان مليل آهن. وٽن روايت آهي تہ ستي ماتا جي پتيءَ جو نالو گووند هو. ڪيس بہ پٽ هئا: ستراهم ۽ شوو. هيءَ ستي، وڏي ست ۽ ڏيا واري عورت هئي، جنهن جون عام ماڻهن ۾ ڪيتريون ڪرامتون موجود آهن. ٿرهِ اهڙا ڪيترائي ستي استون مليا آهن.

**ستياگرهہ** (Satyagraha): ستياگرهہ، ستيہ/ سچ يا نياءَ لاءِ هلايل هلچل، سچ لاءِ عدم تشدد ذريعي ڪيل جدوجهد کي چئبو آهي. ستياگرهہ، اصل ۾ مهاتما گانڌيءَ جو سياسي ۽ اخلاقي قدرن تي ٻڌل جدوجهد جو مڪتبہ فڪر آهي. 'ستيہ' معنيٰ 'سچ' ۽ 'آگرهہ' معنيٰ: هلڻ يا پنيرائي ڪرڻ آهي. هي وسيع پئماني تي 'روحاني سگهہ' ۽ 'سچ جي سگهہ' جي خاص فلاسافيءَ ۽ عمل جو نالو آهي، جنهن کي عام طرح 'عدم تشدد' (Non Violent Resistance) ۽ عوامي مزاحمت (Civil Resistance) سان لاڳو معنيٰ ۾ ورتو وڃي ٿو. مهاتما گانڌيءَ پنهنجي سموري جدوجهد کي هن اصطلاح رستي متعارف ڪرايو. مهاتما گانڌيءَ جي گهڻ رخي شخصيت ۽ زندگيءَ جي رخن مان هي بہ هڪ رخ آهي، جنهن جي اصولن هيٺ هن پنهنجي سڄي زندگي گذاري ۽ پنهنجن لاتعداد ساٿين ۽ حامين جو حلقو تيار ڪري، هندستان جي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ ڪيترا ستياگرهہ ڪيا ۽ نظرياتي جدوجهد سان هندستان کي ڌارين جي غلاميءَ مان آزاد ڪرايو.

مهاتما گانڌي، ستياگرهہ ذريعي هندستانين جي حقن لاءِ سڀ کان اڳ اهڙيون ڪوششون ڏکڻ آفريڪا ۾ شروع ڪيون. ان دوران ڏکڻ آفريڪا ۾ ستياگرهہ جي نظريي کان متاثر ٿي، نيلسن منڊيلا، ڪاري ۽ گوري جي نسلي تعصب پرستيءَ خلاف تحريڪ شروع ڪئي. ساڳئي وقت گڏيل رياستن (United States) ۾ هڪ خاص مهم هيٺ مارٽن لوٿر ڪنگ (Martin Luther King) عوامي ۽ شهري حقن لاءِ ڪوششون ورتيون. ستياگرهہ جي نظريي کان سماجي انصاف ۽ نظرياتي طور هڪجهڙائي رکندڙ ٻيون بہ ڪيتريون تحريڪون متاثر ٿيون. مهاتما گانڌيءَ جو هي نظريو سڏي ۽ اڄ سڏيءَ طرح سڄيءَ دنيا جي ڪيترين مهمن ۽ تحريڪن تي اثر انداز ٿيو. هن نظريي جي اصولن تي عمل ڪندڙ يا پيروڪار کي 'ستياگرهي' سڏجي ٿو. 'لوڻ ٺاهڻ جو قاعدو ٽوڙڻ واري تحريڪ' کي گانڌيءَ جي ستياگرهہ جو نمايان ۽ اهم مثال قرار ڏنو ويندو آهي.

ستياگرهہ جو اصطلاح پهريون ڀيرو 1906ع ۾ ڏکڻ آفريڪا ۾، انڊين اوپينين (Indian Opinion) نالي هڪ اخباري مراسلي ۾ مهاتما گانڌيءَ جي هڪ لکڻيءَ ۾ متعارف ڪرايو ويو هو.

مهاتما گانڌيءَ چواڻي ستياگرهہ هڪ غير مزاحمتي يا خاموش مزاحمتي (Passive resistance) عمل آهي، جيڪو عدم تشدد/ اهنسا جو هڪ طريقو آهي. گانڌيءَ جي لفظن ۾، "ستيہ معنيٰ سچ ڏانهن پيار جو سفر ۽ آگرهہ معنيٰ مضبوطي ۽ ثابت قدمي."

هي غير مزاحمتي قوت، محبت، سچ ۽ عدم تشدد کي جنم ڏئي، ان کي خاموش مزاحمت ۾ تبديل ڪري ٿي. جدوجهد جو هي طرقو ايترو تہ مقبول ويو جو انگريزيءَ ۾ بہ ان کي 'ستياگرهہ' سڏيو ويو.

سيپٽمبر 1935ع ۾ مهاتما گانڌي، سرونٽس آف انڊيا سوسائٽيءَ ۾ پي. ڪي. راؤ (P. K. Rao) ڏانهن خط لکيو جنهن ۾ هن اعتراض ڪندي ان بيان کي سراسر غلط قرار ڏنو، جنهن ۾ چيو ويو هو تہ گانڌيءَ سول نافرمانيءَ (Civil disobedience) وارو تصور، آمريڪي شاعر ۽ فلاسافر هينري ڊيوڊ ٿيورو (Henry David Thoreau) جي لکڻين مان اخذ ڪيو آهي. "گانڌيءَ خط ۾ لکيو تہ، "ٿيورو (Thoreau) جي مضمون سول نافرمانيءَ (Civil disobedience) کان اڳ بہ منهنجي ڏکڻ آفريڪا جي اعليٰ اختيارين خلاف مزاحمتي تحريڪ هلندڙ هئي، جيڪا پوءِ غير مزاحمتي يا خاموش مزاحمت (Passive Resistance) طور سڃاتي وئي. جيئن تہ اها اڻ پوري جدوجهد هئي، ان ڪري مون گجراتين لاءِ 'ستياگرهہ' جو نالو تجويز ڪيو. جڏهن مون ٿيوروءَ (Thoreau) جو شاهڪار مضمون ڏٺو، تڏهن انگريزي پڙهندڙن کي پنهنجي جدوجهد سمجهائڻ لاءِ مون ٿيورو جو انگريزي اصطلاح ڪتب آڻڻ شروع ڪيو، پر مون ڏٺو تہ سول نافرمانيءَ (Civil disobedience) وارو اصطلاح اسان جي جدوجهد جو مفهوم پوريءَ ريت سمجهائڻ ۾ ناڪام رهيو. ان ڪري مون ان کي 'عوامي مزاحمت' (Civil resistance) نالو ڏنو، جيڪو اسان جي جدوجهد عدم تشدد/ اهنسا (Non violence) جو اهم جزو رهيو آهي."

مهاتما گانڌيءَ اهو واضح ڪيو تہ "آءٌ هن تحريڪ کي پيار جي سگهہ يا روح جي سگهہ پڻ چوندو آهيان. ستياگرهہ جو مطلب اهو هرگز نہ آهي تہ سچ جي پٺيان هلندي اسان مخالفن کي نقصان يا تڪليف رسايون، پر ان جو مطلب آهي تہ اسان مخالف ڌُر يا وروڌي شخص جي غلطين کي صبر، همدرديءَ ۽ رحمدليءَ سان ختم ڪريون. جيڪڏهن اسان حق يا سچ لاءِ مخالف سان وڙهنداسون يا جنگ ڪنداسون تہ ممڪن آهي تہ اسان ٻين لاءِ بہ هڪ اهڙي غلط راهہ هموار ڪنداسون. ستياگرهہ ۾ صبر جو مطلب آهي، پنهنجي پاڻ کي ايذاءَ يا تڪليف پهچائڻ. ان ڪري ستياگرهہ جو هميشہ اهو رهيو آهي تہ اوهان پنهنجا حق وٺڻ لاءِ مخالف ڌُر کي نقصان پهچائڻ بدران صبر ۽ غير مزاحمتي عمل وسيلي تڪليفون برداشت ڪري پنهنجا حق حاصل ڪريو."

مهاتما گانڌيءَ سول مزاحمت ۽ ستياگرهہ (Contrast to Passive resistance and Nonviolent Resistance) ۾ فرق هيئنءَ ريت فرق بيان ڪيو آهي: "مون ستياگرهہ ۽ خاموش مزاحمت (Passive resistance)

۾ تڏهن فرق محسوس ڪيو، جڏهن مون پنهنجيءَ جدوجهد ڪي عمل ۾ آندو. اڪثر مون ستياگرهہ ۽ خاموش مزاحمت (Passive resistance) ڪي ساڳئي مفهوم جي مترادف پئي ڪم آندو هو، پر جڏهن مون ’ستياگرهہ‘ جا اصول مرتب ڪيا، تڏهن مون ڪي ستياگرهہ ۽ خاموش مزاحمت (Passive resistance) ۾ وڏو فرق نظر آيو. خاموش مزاحمت جي معنيٰ تمام محدود آهي. ان ڪي ڪمزورن جو هٿيار سمجهيو وڃي ٿو. ان ۾ نفرت جو مفهوم بہ اچي وڃي ٿو ۽ تشدد جي صورت ۾ بہ ظاهر ٿي سگهي ٿي. تڏهن مون ڪي اها ڳالهہ ظاهر ڪرڻ جي ضرورت ٿي تہ هندستاني تحريڪ انهن سمورن شين کان مٿاهين ۽ ان جي ماهيت بلڪل منفرد آهي. اسان ڪي اهو محسوس ٿيو تہ هاڻ ان جدوجهد جو صحيح مفهوم ادا ڪرڻ لاءِ ڪنهن نئي لفظ تلاش ڪرڻ جي ضرورت آهي. ان ڪري جو ستياگرهہ ۽ خاموش مزاحمت (Passive resistance) ۾ ٽن قسمن جو فرق واضح نظر اچي ٿو:

(1) ستياگرهہ ڪي مضبوط ارادن جي ماڻهن جو هٿيار سمجهيو وڃي ٿو.

(2) ستياگرهہ ۾ ڪنهن بہ حالت ۾ تشدد يا مزاحمت جي اجازت نہ هوندي آهي.

(3) ستياگرهہ ۾ هميشہ سچائيءَ تي وڌيڪ زور ڏنو وڃي ٿو.

آزاديءَ واري جدوجهد ۾ مهاتما گانڌيءَ جي ستياگرهہ جي فلاسافي ڪيتري قدر ڪامياب رهي، اهو هڪ وڏو بحث آهي. جورٽ برائون (Judith Brown) جي خيال موجب: ”ستياگرهہ هڪ سياسي حڪمت عملي يا طريقيڪار آهي، جنهن جي نتيجن جو دارومدار تاريخي پس منظر تي آڌاريل آهي.“

گانڌيءَ وٽ ڪاميابيءَ جو مطلب صرف اهو آهي تہ مخالف ڌر جي مزاحمت ڪي منصفاڻي انداز ۾ روڪيو يا ختم ڪيو وڃي، جنهن جو مقصد هر حالت ۾ مخالف ڌر جي غير اخلاقي روين ڪي تبديل ڪرڻ آهي. جيڪڏهن مخالف ڌر جي روين ڪي تبديل نٿو ڪري سگهجي تہ ان جي مزاحمتي عمل ڪي انصاف سان اوس روڪيو وڃي.

ستياگرهہ ۾ مول، متن (Means and Ends) ڪي ڪڏهن بہ نظرانداز ۽ الڳ نٿو ڪري سگهجي. مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪونہ ڪو وسيلو ضرور هوندو آهي. جيڪو مقصد جي حاصلات يا نتيجن سان لاڳاپيل ٿئي ٿو. ان ڪري اهو هڪ ترديدي عمل بہ آهي تہ انصاف حاصل ڪرڻ لاءِ غير منصفاڻا طريقا استعمال ڪيا وڃن يا ائين ڪٿي چئجي تہ امن حاصل ڪرڻ لاءِ مزاحمت جو رستو اختيار ڪجي، پر جيئن گانڌيءَ لکيو آهي تہ، ”اهي چون ٿا تہ جهڙو اسان رستو اختيار ڪنداسين، اهڙو مقصد ۽ منزل حاصل ڪنداسين.“

گانڌيءَ ان تصور ڪي رد ڪيو تہ، ”جيڪڏهن ناانصافي ختم ڪرڻي آهي تہ ان لاءِ وڙهڻو پوندو يا ان خلاف ڪونہ ڪو طريقو ضرور استعمال ڪرڻو پوندو.“ جيڪڏهن اوهان مزاحمتي ۽ غير منصفاڻو طريقو اختيار ڪندؤ تہ ناانصافي ضرور ختم ٿيندي ۽ اوهان جو مقصد بہ پورو ٿيندو، پر جيڪي ان قسم جي مزاحمت جو رستو اختيار ڪن ٿا ۽ پاڻ ڪي غير مزاحمتي محرڪ سڏائين ٿا، سي حقيقت ۾ بزدل آهن. گانڌيءَ جو چوڻ هو تہ، ”آءٌ ان ڳالهہ ۾ يقين رکان ٿو تہ جيڪڏهن مون ڪي چيو وڃي، ٿون بزدليءَ ۽ مزاحمت ۾ ڪهڙو طريقو اختيار ڪندين، تہ آءٌ مزاحمت جو انتخاب ڪندس، ڇو تہ بزدليءَ کان بهتر آهي تہ مزاحمت ڪجي.“ هن اهو بہ چيو تہ، ”جيڪڏهن هندستان غلامي، بيوسي ۽ انتهائي تذليل واري حالت ۾ هجي تہ آءٌ هندستان جي عزت، شان ۽ شوڪت ڪي بچائڻ لاءِ ضرور هٿيار ڪٽي سگهان ٿو پر آءٌ ان ڳالهہ تي وڌيڪ يقين رکان ٿو تہ، غير مزاحمتي عمل، مزاحمت واري عمل کان اعليٰ ۽ افضل آهي. جيئن سزا کان معاف ڪرڻ وارو انداز اعليٰ ۽ افضل آهي.“

گانڌي، ستياگرهہ ڪي سچ تي هلڻ سڏيو آهي ۽ طاقت جي زور تي هلڻ ڪي ’دراگرهہ‘ سڏيو آهي. گانڌي، سول نافرمانيءَ (Civil disobedience) ۽ عدم تعاون (Non cooperation) ڪي بہ ’ستياگرهہ‘ جي عمل هيٺ آندو، جيڪو سهپ جي قانون ’Law of Suffering‘ تي ٻڌل آهي. هي هڪ اهڙو قانون آهي، جنهن موجب تڪليفن ۽ ڏکن ڪي برداشت ڪرڻ کان سواءِ ڪو بہ مقصد حاصل نہ ٿو ڪري سگهجي.

مهاتما گانڌيءَ جي ستياگرهہ تحريڪ جا وڏا واقعا هيٺيان ڳڻي سگهجن ٿا:

- باردولي ستياگرهہ (Bardoli Satyagraha)
- چمپارڻ ۽ کيدا ستياگرهہ (Champarran and Kheda Satyagraha)
- ڌراسنا ستياگرهہ (Dharasana Satyagraha)
- جهنڊي وارو ستياگرهہ (Flag Satyagraha)
- گروايِر ستياگرهہ (Guruvayar Satyagraha)
- عدم تعاون تحريڪ (Non Cooperation Movement)
- هندستان خالي ڪريو تحريڪ (Quit India Movement)
- لوڻ جو ستياگرهہ (Salt Satyagraha)
- وئڪوم ستياگرهہ (Vaikom Satyagraha)

هنن وڏن ستياگرهن ۾ سول نافرماني (Civil disobedience) بہ شامل هئي، پر گانڌيءَ جو چوڻ هو تہ، ”ستياگرهہ مڃيندڙن لاءِ اهو ضروري آهي تہ اُهي سڪيا جي عمل مان گذرن، تہ جيئن اخلاقي ضابطي ڪي يقيني بڻائي سگهجي.“ اهو تڏهن ممڪن آهي، جڏهن ماڻهو پهرين رياست جي سمورن قانونن ڪي مڃين، تڏهن ئي اهي سول نافرمانيءَ جا حق حاصل ڪري سگهن ٿا.“

ستياگرهہ جي اصولن (Principle of Satyagraha) بابت هينري پولڪ لکيو آهي تہ ”گانڌي چوندو هو تہ ماڻهو چون ٿا تہ مان سنت آهيان ۽ سياست ۾ پيو ٿاڦوڙا هڻان. حقيقت ۾ آءٌ هڪ سياستدان آهيان ۽ سنت ٿيڻ جا جتن پيو ڪريان.“ گانڌيءَ جي سياست مذهب کان ڌار نہ هئي، پر هو چوندو هو تہ، ”منهنجي وطن جي حب منهنجي لاءِ ڪارگر

آهي." هن سياست ۾ اخلاق جو هئڻ ضروري ٿي سمجهيو ۽ سنت جي حيثيت ۾ هن جو خيال هو ته سندس مناسب هنڌ، غارن، مڙهين ۽ مندرن ۾ نه، پر عوام جي حقن لاءِ هلچل ۾ آهي. گانڌيءَ جي خيال ۾ ستياگرهه نه صرف اهڙي حڪمت عملي آهي، جيڪا صرف سياسي جدوجهد ۾ استعمال ٿئي ٿي، پر ناانصافيءَ ۽ نقصان لاءِ پڻ اهو هڪ ڪائناتي نبيرو آهي. ستياگرهه جا اصول سيکارڻ لاءِ هن سابرمتي (Sabarmati) آشرم جو بنياد رکيو، جنهن ۾ هن ستياگرهين لاءِ هيٺيان اصول مرتب ڪيا:

(1) اهنسا يا عدم تشدد (Non violence) جو رستو اختيار ڪرڻ، (2) سچائيءَ (Truth) تي هلڻ يا ايمانداريءَ جو رستو اختيار ڪرڻ، (3) چوري نه ڪرڻ (Non stealing)، (4) برهمچاري ٿيڻ ۽ نفساني خواهشن کي ضابطي ۾ رکڻ، (5) تياڳ يا ڪنهن به شيءِ ۾ ڪنهن به قسم جو حق ۽ واسطو نه رکڻ، يعني ترڪ ڪرڻ (Non possession)، (6) صرف پنهنجي جسماني پورت لاءِ ڪمائڻ (Body labor or Bread labor)، (7) ذائقي ۽ لذت جي حس تي ضابطو رکڻ (Control of the palate) يا لذت پرستيءَ کان پاسو ڪرڻ، (8) جرئتمنديءَ ۽ بهاديءَ جو مظاهرو ڪرڻ (Fearlessness)، (9) سمورن مذهبن لاءِ هڪجيتري عزت ۽ احترام رکڻ (Equal respect for all religions)، (10) سوديشي (Swadeshi) ٿيڻ يا معاشي يا اقتصادي حڪمت عمليءَ جو تياڳ ڪرڻ (Boycotts of Economic Strategy)، (11) اڇوتپڻي جي خيال کان آزاد ٿيڻ (Freedom from untouchability).

هڪ ٻئي موقعي تي هندستان جي ستياگرهه لاءِ هن ست اهم اصول مرتب ڪيا، جيڪي هي آهن:

- هڪ خدا تي يقين رکڻ.
- سچائي ۽ غير مزاحمتي عمل تي يقين هئڻ
- تياڳي ٿي زندگي گذارڻ
- هر وقت مرڻ لاءِ تيار رهڻ
- کاڌيءَ جا ڪپڙا پائڻ ۽ سنياسي زندگي اختيار ڪرڻ
- شراب ۽ هر قسم جي نشي کان پرهيز ڪرڻ
- جاري ڪيل هر اصول کي مڃڻ.

گانڌي، ستياگرهه جي مزاحمتي مهم تي هلڻ لاءِ ڪجهه اصول ڏنا، جيڪي هيٺ ڏجن ٿا:

- دل ۾ ڪنهن به قسم جي نفرت نه رکڻ
- مخالف ڌر جي ڪاوڙ برداشت ڪرڻ
- ڪنهن به حملي يا نقصان لاءِ جوابي ڪارروائي نه ڪرڻ
- رضاڪارانه طور تي گرفتاري ڏيڻ
- زمين ۽ جائداد جو تياڳ ڪرڻ
- جيڪڏهن اوهان ڪنهن به جائداد جا امانتدار (Trustee) آهيو ته ان جو بچاءُ غير مزاحمتي انداز سان ڪرڻ
- گار نه ڏيڻ ۽ نه ئي قسم کڻڻ
- پنهنجي مخالف ڌر جي بيعزتي نه ڪرڻ
- مخالف جي جهنڊي ۽ اڳواڻ جي بيعزتي نه ڪرڻ ۽ نه ئي ان کي سلام (Salute) ڪرڻ.
- جيڪڏهن ڪو اوهان جي مخالف کي نقصان رسائڻ گهري يا ان جي بيعزتي يا تذليل ڪرڻ چاهي ته غير مزاحمتي انداز سان ان جو بچاءُ ڪرڻ،
- قيد جي حالت ۾ خوش اخلاقيءَ سان پيش اچڻ ۽ قيد جا سمورا قانون مڃڻ، بشرطيڪ عزت نفس جي خلاف نه هجن.
- ڪنهن به قسم جي سهولت يا آسائش جي طلب نه ڪرڻ
- قيد ۾ ڪنهن به اهڙي سهولت حاصل ڪرڻ لاءِ تڪڙ نه ڪرڻ، جنهن سان اوهان جي عزت نفس مجروح ٿئي.
- پنهنجن رهنمائن جا حڪم، خوش اخلاقيءَ سان قبول ڪرڻ، پر اهڙو حڪم نه مڃڻ، جيڪو غير اخلاقي ۽ غير معياري هجي.
- پنهنجي شرڪت کي ساٿين اڳيان شرطيه نه بڻائڻ
- فرقيواريت ۽ نسلي تعصب پرستيءَ جي جهيڙن جهڳڙن جو حصو نه بڻجڻ
- مذهبي بنيادن تي جهيڙن جهڳڙن جي صورت ۾، ٻنهي ڌرين مان جيڪي به زخمي، خطري ۽ تڪليف واري حالت ۾ هجن، تن کي بچائڻ لاءِ غير مزاحمتي عمل اختيار ڪري زندگي ارپي ڇڏڻ.
- اهڙي ڪنهن به واقعي کان گريز يا پاسو ڪرڻ، جيڪو نسلي، مذهبي يا ڪنهن به قسم جي فرقيواريت کي جنم ڏئي.
- اهڙي ڪنهن به جلسي ۽ جلوس جو حصو نه بڻجڻ، جيڪو ڪنهن معاشري جي مذهبي حساسيت کي پائمال ڪري.

**ستياناسي:** هي هڪ ٻوٽو آهي. جيڪو اڪثر ڪٽڪ سان گڏ ٿيندو آهي. پر ڪٿي ڪٿي برسات پوڻ بعد به ٿيندو آهي. قد ۾ هڪ ميٽر جيترو ٿئي، هن ٻوٽي جا پن ڏگها ۽ ڪنڊن سان جنجهيل هوندا آهن. هن جي ٽاريءَ کي ٽوڙڻ سان هيڊي رنگ جو کير نڪرندو آهي. هن ٻوٽي جا گل هئڊا هوندا آهن، پر ڪٿي ڪٿي سفيد به ٿين ٿا. هن جي گل مان ڏينو نڪرندو آهي، جيڪو به سينٽي ميٽر ٿيندو آهي. ڏيني ۾ چار خانا ٿيندا آهن. هر هڪ خاني ۾ آهر جيڏا ڪارا ٻج ٿيندا آهن.

هن ٻوٽي جو اصل وطن آمريڪا آهي، پر هن وقت سنڌ سميت ٻين ڪيترن ملڪن ۾ ملي ٿو. هن جي ٻجن مان تيل نڪري ٿو، جيڪو مختلف دوائن ناهڻ ۾ ڪم ايندو آهي. اصل ۾ هنن ٻجن جو تيل زهريلو آهي، پر طب جا ماهر ان جو زهر ختم ڪري ٻين ٻوٽين سان ملائي، اُن کي فائديمند بڻائيندا آهن. جڏهن ته حڪيم هن ٻوٽي جي رس مان دستن، ڦٽ ڦرڙين، دم، خارش ۽ السر جي بيمارين لاءِ دوائون ناهيندا آهن.

**ستياوادي (اخبار):** هيءَ هفتيوار سنڌي اخبار 27 مئي 1922ع کان تاراچند ڏيئو مل گاجرا جي ادارت هيٺ شيام سندر پريس شڪارپور مان ڇپائي پڌري ڪئي. هن اخبار جي پاليسي آريه سماج جي ترجماني

ڪرڻ هو. هن اخبار جون ساڍا ٽي سئو ڪاپيون شايع ٿينديون هيون. هيءَ اخبار 1924ع تائين جاري رهي، بعد ۾ بند ٿي وئي.

**ستياوادي** (رسالو): هيءَ ماهوار سنڌي رسالو جيتوراءِ هوتچند جي ادارت هيٺ، نومبر 1930ع کان ديوي پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان ڇپائي پڌرو ڪيو ويندو هو. هيءَ رسالو 'آريہ سماج' جو ترجمان هوندو هو. هن رسالي جو اجراع ستياوادي اخبار بعد ٿيو. هن رسالي جو ملهہ ہ روپيا ساليانو هو. سن 1931ع تائين هن رسالي جون پنج سئو ڪاپيون شايع ٿينديون هيون. پوءِ هن رسالي جون هزار ڪاپيون شايع ٿينديون هيون. 1935ع تائين ان عدد تي پهتل هو. هن رسالي پڙهندڙن ۾ ڪافي مقبوليت ماڻي.

**ستياوادي پڪشڪ** (اخبار): هيءَ پندرهن روزه سنڌي اخبار، 1931ع کان تاراچند گاجرا جي ادارت ۾ سوراج پريس شڪارپور مان ڇپجي پڌري ٿي. ڪراچيءَ مان شايع ٿيندڙ ماهوار رام مئگزين ۾ هن رسالي تي سمالوچنا پيش ڪندي رام موٽواڻيءَ لکيو هو ته، "شڪارپور، سنڌ مان ٻہ دفعا مهيني ۾، نڪرندڙ 'آريا سماج' جي سڌانت پنيان هلندڙ اخبار آهي. هر هڪ دفعي ڊيمي سائيز ۾ ڇگن پنن تي ائن صفحن جو پرچو نڪري ٿو. جنهن ۾ هيڏانهن هوڏانهن جو واءِ سواءِ، ٽيڪاٽپڻي، ويچار ۽ واقفيت ڏئي وجي ٿي. هن وقت ۾ جيڪي پرچا نڪتا آهن، تن سان ڪونہ ڪو پستڪ (ڪتاب) بہ ساڻ ڏنو وجي ٿو. هن اخبار جو چندو سال لاءِ ٽي روپيا آهي.

**ستي ڏيرا** (ديهہ): تعلقي ننگرپارڪر جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

لڪڙاسرپيل، جادو جويو، ريشم سميجو، ڪريم ڏنوانڙ، ٽانڪاريو، نيهاڙو ساند، نيهاڙو ڇجا، نيهاڙو ٽيبا ۽ اونهاريو.

**ستيش روهڙا:** هند سنڌ جي مشهور ڪهاڻيڪار، مضمون نگار، شاعر، لسانيات جي ماهر ۽ نقاد، ستيش روهڙا جو پورو نالو، ستيش ڪمار پٽ پمنداس روهڙا آهي. هن 15 آگسٽ 1929ع تي، دادو سنڌ ۾ جنم ورتو. ابتدائي ۽ ثانوي تعليم سنڌ ۾ ئي حاصل ڪيائين ۽ ورهاڱي کانپوءِ والدين سان گڏ لڏي هند هليو ويو. جتي هن 1960ع ۾، گجرات يونيورسٽيءَ مان بي. اي ڪئي ۽ 1962ع ۾ عليگڙهہ يونيورسٽيءَ مان هنديءَ ۾ ايم. اي ڪئي. ستيش روهڙا 1964ع ۾ ڊيڪن ڪاليج پوني مان لسانيات (Linguistics) ۾ پوسٽ گريجوئيٽ ڊپلوما ڪئي ۽ 1965ع ۾ پوني يونيورسٽيءَ مان لسانيات ۾ 'ڪڇي ٻوليءَ جي تعريفي ڇنڊڇاڻ' موضوع تي پي. ايڇ. ڊي ڪيائين.



ڊاڪٽر ستيش روهڙا، بنارس هندو يونيورسٽيءَ ۾ ڪيترن سالن تائين هندي پڙهائيندو رهيو. ان ڪانسواءِ 1978ع کان 1989ع تائين 'يونيورسٽي آف گُيانا'، گيانا ۾ ۽ جارج ٽائون (George Town)، ڏکڻ آفريڪا (South Africa) ۾ بہ ڪجهہ سالن تائين هن هنديءَ جي پروفيسر طور پڙهايو هو 1984ع کان 1990ع تائين هندي توڙي لسانيات جو پروفيسر رهيو. ڪيندريہ هندي سنستان آگري جو وزيٽنگ پروفيسر پڻ رهي چڪو آهي.

ڊاڪٽر ستيش روهڙا بنيادي طور اسڪالر آهي. هن هندستان اندر ڪيترين ڪانفرنسن ۽ سيمينارن ۾ شرڪت ڪرڻ کان سواءِ آمريڪا، ڪئناڊا، انگلنڊ، فرانس، جپان، هانگ ڪانگ ۽ سنڌ ۾ بہ ڪيترين ڪانفرنسن ۽ سيمينارن ۾ شرڪت پئي ڪئي آهي. سندس دلچسپيءَ جو اهم ڪيتر تنقيد رهيو آهي، ان حوالي سان سندس تنقيدي ڪتاب 'ڇنڊڇاڻ' وڏي اهميت رکي ٿو. لسانيات جي موضوع تي سندس ڪتاب 'ڀاشا ۽ ڀاشا وگيان' هڪ شاهڪار ڪتاب آهي. هن سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي ميدان ۾ وڏو ڪم ڪيو آهي. هن ڪهاڻيون بہ لکيون آهن تہ شاعري بہ ڪئي آهي. سندس تاريخي ڪارنامو انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، آديپور (ڪڇ) جو قيام آهي، جنهن جو مقصد سنڌي ادب ۽ تهذيب جي بقا، سلامتي ۽ ترقي رهيو آهي. ان جو پهريون اعزازي ڊائريڪٽر رهيو آهي ۽ اڄ تائين ان جي بورڊ آف گورنرس جي ميمبر توڙي ٻين ڪيترين حيثيتن ۾ پنهنجن ساٿين: ڊاڪٽر موتي پرڪاش، لکمي کلاڻي، پريتم ورياڻي، صاحب بجاڻي، ومي سدارنگاڻي ۽ ٻين سان گڏ هن اداري جي ترقيءَ ۾ ڪردار ادا ڪندو رهي ٿو. ڊاڪٽر ستيش روهڙا، لغات نويس بہ آهي، هن جي چيف ايڊيٽريءَ ۾، انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، آديپور، تازو Standard Trilingual Dictionary (Sindhi- Hindi- English)، 2011ع ۾ ڇپائي پڌري ڪئي آهي، جنهن ۾ ڪوشش ڪري عام استعمال جا لفظ ڏنا ويا آهن.

ستيش روهڙا جي ٻين ڇپيل ڪتاب جو ڪجهہ تفصيل هن ريت آهي:

(1) ڀاشا ۽ سنڌي ڀاشا (1971ع)، (2) سنڌي ٻوليءَ جي آتم ڪٿا (1971ع)، (3) سنڌالاجي (1972ع)، (4) ڀاشا ايوم هندي ڀاشا (هنديءَ ۾: 1972ع)، (5) ڪوش وگيان ڪوش (هندي: 1979ع)، (6) تپسوي ونويا ڀاوي جي جيوني (1989ع)، (7) رشتو (ڪهاڻيون)، (8) ڇنڊڇاڻ (تنقيد: 1995ع)، (9) اونده جو سج (ڪهاڻيون: 1997ع)، (10) ڪوتا کان ڪوتا تائين (2000ع)، (11) سنڌي ۽ ڪڇيءَ جي وابستگي (2000ع)، (12) ڀاشا، ساهتيہ ۽ سماج (2003ع)، (13) ڪلچرل باءِ پاس سرجري (2003ع)، (14) ڀاشا ۽ ڀاشا گيان (2001ع)، (15) تنها (شاعري)،

(16) Teaching Hindi to the Foreigners، (17) Sindhi Vani.

پاڻ هن وقت آديپور، ڪڇ ۾ رهائش پذير آهي ۽ سنڌي ٻولي ۽ ثقافت تي ڪم ڪري رهيو آهي.

**ستين جو آستان** (ماڳ): سنڌو درياهہ جي روهڙي شهر واري ڪپ تي بکر جي ڏاکڻي اولهہ اوڀارين ڪنڊ جي سِڌ ۾ هڪ ننڍي ٽڪري آهي، جنهن جي ٽن پاسن کان درياهہ جو پاڻي ۽ چوٿين پاسي کان خشڪ زمين

آهي. ان ٽڪريءَ کي ’ستين جو آستان‘ سڏيو ويندو آهي. هڪ روايت آهي ته اتي ست هندو عورتون ستيون ٿيون هيون. ٻيءَ روايت آهي ته اتي ستن درويشن پنهنجو آستانو قائم ڪيو هو. تاريخي ڪتابن ۾ ان جو



نالو ’قاسم خاني‘ آيو آهي. (بلاڪمن صاحب، مترجم: ’آئين اڪبري‘، جلد اول، ايشياٽڪ سوسائٽي، بنگال)، ’ماترالامراء‘ ۽ ٻين ڪتابن جي حوالي سان لکي ٿو ته: ’لوهري (روهڙيءَ) جي ويجهو ڏکڻ طرف درياهه جي ان شاخ تي، جنهن شاخ کي ’ڪارماتري‘ نالي سان سڏين ٿا، هڪ ننڍي ٽڪري آهي، جنهن تي امير ابوالقاسم ’نمڪين‘ چاندوڪين راتين ۾ مشاعرو ڪندو هو. هن وصيت ڪئي ته ڪيس مرڻ ڪانپوءِ اتي دفن ڪيو وڃي. هينئر اهو مير ابوالقاسم ’نمڪين‘ جي خاندان جو قبرستان آهي، جنهن کي مير ابوالقاسم (۽ ٻين ڪتابن جي حوالي سان)، صفحه صفا بدران نواب ابوالقاسم جي مناسبت سان ’قاسم خاني‘ نالو ڏنو ويو آهي.

فارنٽن پنهنجي گزيٽيئر ۾ لکي ٿو ته ”روهڙي آباد شهر هو. 1521ع ۾ شاهه بيگ ارغون اتر سنڌ فتح ڪري، بکرجي رضوي سادات کي اتان لڏائي روهڙيءَ ۾ جاگيرون ڏنيون، جي اڄ ’ڪوٽائي سيد‘ سڏجن ٿا. شاهه بيگ سان گڏ وچ ايشيا جا گهڻائي سادات آيا هئا، جن کي خانداني عظمت ۽ علمي لياقت ڪري وڏا وڏا عهدا ڏنا ويا. رضوي ۽ موسوي سادات ان دور جا يادگار آهن. روهڙيءَ جا قاضي به علميت جي مسند تي فائز ٿيندا آيا. انهن بزرگن روهڙيءَ کي آباد ڪيو ۽ اها صنعت، تجارت ۽ زراعت سان گڏ سنڌ جو علمي مرڪز بڻجي وئي.

’ستين جو آستان‘ مغل دور جو خوبصورت قبرستان آهي. پٿر جي هڪ ڏگهي ڏاڪڻ قبرستان تائين پهچائي ٿي. جتي وچولي ماپ جو دروازو لڳل آهي. دروازي مان اندر وڃبو ته ساڄي کاٻي ورانڊن وانگر ڪوٺيون نظر اينديون. جيڪي چاريءَ سان بند آهن، ان ڪري اتان هوا جو گذر سنو آهي. چوطرف قبرون ڏاڍيءَ ترتيب سان آهن. اڪثر قبرون پٿر جون آهن، جيڪو پٿر مقامي طور حاصل ڪيو ويو آهي. ان تي اڪر جو ڪم تمام سنو آهي. ’ستين واري آستان‘ جي قبرستان ۾ رڳو پٿر جو قبرون نه آهن، پر ڪن قبرن تي ڪاشيءَ جي آرائش به چڱي ٿيل آهي. شاهي ٿلهي جا ٿلهه به ڪاشيءَ سان سينگاريل آهن. جنهن جي اوپر ۾ هڪ مسجد جا نشان باقي آهن، جنهن تي ماضيءَ ۾ تمام سنو ڪم ٿيل هو.

**ستيئڙو مسجد** (Sutiaro Mosque): هيءَ مسجد تعلقي نري ميرواهه، ضلعي خيرپور ميرس ۾ هاءِ وي تي موجود آهي. مسجد پڪين ۽ ڪچين سرن جي ٺهيل آهي، جيڪا قديم معلوم ٿئي ٿي. مسجد جي اڱڻ کي احاطو آهي، جنهن کي اڀائي ٽن فوٽن جي ڪچي اوڏڪي ديوار ڏنل آهي. مسجد جي مهاڙيءَ ۾ ٽي طاقچا آهن. جن مان وچ وارو طاقچو وڏو آهي، جنهن ۾ لنگهه لاءِ ونگائين دروازي ۾ چوڪاٺيءَ جو در نصب آهي. باقي ٻين ٻنهي طاقچن ۾ به نمائشي دريون ٺاهيل آهن. مسجد جي ٻنهي پاسن وارين پٽين ۾ دريون آهن. چئني ڪنڊن تي پڪين سرن جون ٿنڀيون ٺاهي انهن تي نيلون هنيون ويون آهن. مسجد جي ڇت تي گنبذ رکيو ويو آهي، جنهن تي نيل آهي. ٻيڙهنو خاص طور چئني پاسن کان پڪين سرن جو ڏنل آهي. مسجد کي محراب به آهي، اڱڻ ۾ پراڻو



کبڙ جو وڻ موجود آهي، جنهن مسجد جي مهاڙي لڳ پڳ ڍڪي ڇڏي آهي. کبڙ جي هينان آئي وئي لاءِ پاٽيءَ جون مَٽيون پري رکيل آهن. مسجد جي چوگرد سرن جا ٽڪر پيل آهن. هيءَ مسجد قديم معلوم ٿئي ٿي. سنيال نه ٿيڻ ڪري پٽين جو گارو ڇٽي ويو آهي.

**ستيئڙو مندر** (Sutiaro Temple): هيءَ مندر تعلقي نري ميرواهه، ضلعي خيرپور ميرس ۾ واقع آهي. هيءَ مندر نهايت آڳاٽي وقت کان قائم آهي، جنهن جي ڪيترا ڀيرا مرمت به ٿي آهي. مندر جي موجوده عمارت نئين سري 1942ع ڌاري ٺاهي وئي هئي، جنهن ۾ به مرمتي



ڪم دوران ڪيترين تبديليون آنديون ويون. مندر جي سامهون ساڳئي نالي سان هڪ قديم مسجد به موجود آهي. مندر جي پر ۾ هڪ ستيئڙو

نالي ڏڙو موجود آهي، جنهن جي کوٽائي نہ ٿي آهي. مندر تي هن ڏڙي تان ٿي نالو پيل ٿو ڏسجي. مندر جي پر ۾ قائم ڳوٺ ۾ ڪبر ذات جا ماڻهو اڪثريت سان رهائش پذير آهن ۽ هن وقت عبدالخالق ڪبر نالي سان سڏجي ٿو. مندر جي موجوده عمارت نئين دور جي تعمير آهي، جنهن کي چوڌاري ڇهن کان ستن فوٽن جي پٽ ڏنل آهي، وشال اڱڻ ۾ پڪيون سرون هڻي فرش ٻڌو ويو آهي، جڏهن تہ اڱڻ ۾ نم جا وڻ موجود آهن.

مندر جي عمارت ٽن ڪمرن ۽ ورانڊي تي مشتمل آهي. مکيہ عمارت جي اتر ۾ مسافرن جي رهائش لاءِ لانڊي ٺاهي وئي آهي. مکيہ عمارت جي مهاڙيءَ ۾ اڱڻ اندر ٿي ننڍي پٽ ڏئي ڪجهہ مٿيرو سيمينٽ جو فرش ٻڌي وڏو ٿلهو ٺاهيو ويو آهي. عمارت جي ورانڊي ۾ اٺ لنگهہ آهن. مٿان اڍائي فوٽن جو ڇڄو ٻاهر نڪتل آهي. ڇڄي مٿان هوا جي لنگهہ لاءِ سيمينٽ جون جاريون هنيون ويون آهن. مندر جي مهاڙي ۽ ٻنهي پاسن کان ٻاهرئين طرف ڳاڙهو رنگ ڪيل آهي، جڏهن تہ لنگهہ، ڇڄو ۽ جاريون ڇُن سان لتل آهن. ٻيڙہنو ڇت کان مٿي ڪري اولو ٺاهيو ويو آهي. مندر ۾ ٽي ڪمرا آهن. جن مان ڏکڻ طرف واري ڪمري جون دريون کلن ٿيون. باقي ڪمرن کي دريون آهن. جيڪي ورانڊي ۾ کلن ٿيون. اتر واري پاسي کان ڇت تي وڃڻ لاءِ ڏاڪڻ بہ ٺاهي وئي آهي. مندر جي عمارت پڪي ۽ سيمينٽ سان تعمير ٿيل ۽ آئل پينٽ ڪيل آهي. هن مندر تي هر سال ميلو لڳي ٿو ۽ ياتري اچن ٿا.

**ستڙا** (ذات): هيءَ فقيرن جي هڪ ذات آهي، جن کي پينو فقير چيو وڃي ٿو. هي دڪانن ۽ گهرن مان پني پنهنجو گذر سفر ڪندا آهن انهيءَ دوران دهل تي ڏونڪي مٿان ڏونڪو هڻي ڳائيندا وڄائيندا آهن ۽ صدا ڏيندا آهن: 'هر دم بابا نانڪ شاهہ سخي دا ٻيڙا ٻني لاءِ' جيستائين نذرانو يا خيرات نہ ملندي اٿن، تيستائين پيا صدائون هڻندا آهن. هن قبيلي/ ذات وارا حيدرآباد ۾ اڪثريت ۾ رهن ٿا ۽ سندن ذات سان هڪ گهٽي بہ مشهور آهي.

**سٿين/ سٿيا**: سٿين قبيلي/ قوم کي يورپي ماڻهو 'ساڪيا سائڊين' بہ سڏيندا آهن. سٿين، منگوليا کان شام جي شهر عسقلان ۽ يورپ تائين ڪاهون ڪيون هيون. هن ويڙهاڪ قبيلي/ قوم جو اصل وطن پارٿيا (Parthia) آهي، جيڪو يورپ ۽ ايشيا جي سرحدن تي ڪاري سمنڊ (Black Sea) جي اتر ڪناري ۾ واقع آهي. سٿين کي 'توراني' بہ چيو ويندو آهي. جڏهن چين جي حڪومت مستحڪم ٿي تہ چين جي سرحدن تي ديوار ٺهي ۽ وچ ايشيا جا چراگاهہ ويران ٿي ويا، تڏهن ڪن جهيڙاڪ خانہ بدوش قبيلن جي لڏپلاڻ شروع ٿي. اوپر کان Yuch-Chi نالي قبيلي ۽ اولهہ کان پارٿي يا پلاوا قبيلي، سٿين يا ساڪن تي دٻاءُ وڌو. ساڪن موٽ ۾ باختري يونانين تي زور ڀريو ۽ ڏکڻ طرف وڌندي افغانستان آيا ۽ اتان ڪوئيٽا وارن لڪن کان بلوچستان ۾ داخل ٿيا. ان وقت پارٿي بہ ساڻن گڏ هئا. اهڙيءَ ريت پهرين صدي ق. م جي وچ تائين هي سٿين ۽ پارٿين جو گڏيل گروهہ هندستان ۾ متر تائين پهچي ويو.

388ع ڌاري جڏهن سٿين ۽ پارٿين جو اوج هو تہ اهي سنڌ ۽ راجستان جا حاڪم هئا. پهريون سٿي Maues، 80 ق. م ڌاري حاڪم ٿيو هنن جو ٻيو مشهور حاڪم ردرا دامن (Rudra Daman) 150ع ڌاري ٿيو اُجين جي هن سٿين حاڪم پنهنجن ڪارنامن بابت گرنار ۾ پهريون قديم ترين ڪتبو سنسڪرت ۾ نصب ڪرايو هي هند ۾، 455ع ڌاري پهرين اسڪنده گپت کان شڪست کائي موٽيا، پر پوءِ 465ع ۾ گپت راجا کي شڪست ڏئي، پنجاب، سنڌ، بلوچستان ۽ مالوہ تي قبضي بعد هندستان جي ماڻهن سان رلي ملي ويا. سندن راجائن مان مهر گل، جنهن سيالڪوٽ کي تخت گاهہ مقرر ڪيو هو، وڏو ظالم هو ان ڪري مالوہ جي راجا يشوڌرمن ۽ مگڌ جي گپت راجا نرسنگهہ گڏجي، ڪيس ملتان واري جنگ ۾ شڪست ڏني ۽ هو ڪشمير ڀڄي ويو. اهڙيءَ ريت 540ع ڌاري سٿين جي حڪومت جو خاتمو ٿيو.

**ست ڪُٽ راند**: هن راند ۾ هڪ رانديگر رٻڙ جي بال کي مٿي اُڇليندو آهي. اُهو بال جنهن بہ جهٽيو يا کنيو سو ويجهي کان ويجهي رانديگر کي ڪشي هڻندو آهي. جي ڪُسي ويو تہ ٻيو رانديگر ڪٽندو.



اهڙيءَ ريت ميدان ۾ رانديگر پڪڙجي ٻيهندا، جنهن وٽ بال ايندو. سو ٻئي کي پيو هڻندو. هن راند ۾ رانديگرن جو تعداد مخصوص نہ هوندو آهي. هي راند ٽي چار پنج يا پنجن کان مٿي رانديگر گڏجي بہ کيڏندا آهن.

**سٽوئرٽ گهراڻو** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب انگلينڊ جي تاريخ تي مشتمل آهي، جنهن ۾ انگلنڊ جي سٽوئرٽ گهراڻي ۽ پارليامينٽ جي وچ ۾ ٿيل تڪرار جو بيان ڪيو ويو آهي ۽ ڪجهہ خاص تصويرون پڻ ڏنيون ويون آهن. هيءُ ڪتاب ڪشنچند واڌومل گوڪلاڻيءَ جو لکيل آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو، 1938ع ۾ مصنف ديوي پرنٽنگ پريس، سامهون دوارڪانات مندر، لکي گيٽ شڪارپور مان ڇپائي پڌرو ڪيو هو. ڪرائون سائيز جي 124 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 07 آنا آهي.

**سنيا** (قبيلو): سنيا، سمن، ٻرڙن ۽ جتن جو هڪ پاڙو آهي. ذاتين جي محققن جو چوڻ آهي ته سنيا، ستين قوم مان آهن. ستيا لفظ ڦري سنيا ٿيو آهي. 'ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا' جي مصنف خير محمد ٻرڙي جي راءِ موجب سنيا سماٽ آهن.

ڪن روايتن ۾ سنيا اصل ۾ ڄام آريءَ جي اولاد مان ڄاڻايل آهن ۽ آري پوٽا سڏجن ٿا. هڪ ٻي روايت موجب سنيو، پنيرو، ڏماچ، ڪجيجو، ڪوريجو، ساڳڙ ۽ ناريجو پاڻ ۾ ڀائر هئا، جن مان سنيو، ساڳڙ، پنيرو ۽ آري سردار هئا.

پروفيسر محمد خان ٻرڙو، جنهن وٽ آل پاڪستان ٻرڙا ويلفيئر ايسوسيئيشن جو ضلعي وار رڪارڊ آهي، هن 'سنيا' قبيلي کي ٻرڙن جو مکيہ پاڙو ڄاڻايو آهي، جنهن جون خاص ڦريون: جعفراڻي، جهيڏا، ٻالھڙي، سومراڻي، محمداڻي ۽ واهيجا آهن.

ان کانسواءِ 'ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا' ۾ سنيا قبيلي جا ڪجهہ پاڙا هن ريت ڄاڻايل آهن: ابناڻي، ارباب، برانچي، ٻتائي، ٻداڻي، بلالي، ٻيلائي، ٻليناڻي، پوتار، پونگراڻي، تنباڻي، تورهياڻي، ٺٺاڻي، ٽيلاڻي، پارائي، پنجواڻي، پودرائي، پيروڻاڻي، پيرياڻي، جانواڻي، جعفراڻي، چاڪي، چگلاڻي، چوڌراڻي، دلواڻي، دوداڻي، دينواڻي، دہائي، ڏانڊي، ريدار، ساڪراڻي، ستاباڻي، صباڀواڻي، صابوناڻي، علواڻي، علي بخشاڻي، ڦلاڻي، فزلاڻي، ڪاروڻاڻي، ڪانپائي، ڪليپوري، ڪشيرا، ڪوڏڙا، ڪوڪي، ڪلراڻي، ڪر، ڪٽاڻي، ڪيراڻي، گولاڻي، گوگهاڻي، گهلپوري گهينج، لاٽاڻي، لريا، لولو، لوهيڙا، مانڊريا، محمدپوٽا، مرياڻي، ملاڪاتياري، ممڻ، منداڻي، مواتي، منواڻي، واداڻي، واٽيا، ورروڻاڻي، ولايتي، هيراڻي ۽ يعقوباڻي.

**سنيا ذات** (ڪتاب: حصو پهريون): هي سنيا ذات جي تحقيقي ۽ شجراتي احوال تي مشتمل ڪتاب (حصو پهريون) اميد علي سنيي جي تصنيف آهي. ڪتاب ۾ سنيا ذات، ان جي معنيٰ، سنين جي رهڻ وارن علائقن، پاڙن، روايتن، بڻ بنياد، اصل وطن، برصغير ۾ آمد، ماڳن مڪانن، حاڪمن، قبرستانن، عالم بزرگن، حڪيمن، ڳائڻن، مدح گو، ڏاڙيلن، رسم رواج ۽ سکن بابت تفصيل ڏنو ويو آهي. مصنف جو تعارف بئڪ ٽائيٽل تي حڪيم محمد يوسف ڪتري (ٽنڊو محمد خان) جو لکيل آهي.



ڊيمي سائيز جي 348 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب ليکڪ خود حيدرآباد مان 2006ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ ان جي قيمت 200 روپيا آهي.

**سنيا ذات** (ڪتاب: حصو ٻيو): هي سنيا ذات جي تاريخي ۽ شجراتي احوال تي مشتمل ڪتاب جو ٻيو حصو پڻ اميد علي سنيي تصنيف ڪيو آهي. ڪتاب 11 بابن تي مشتمل آهي، 10 بابن هيٺ مختلف ڳوٺن جو ذڪر ڏنو ويو آهي، جتي سنيا ذات جا ماڻهو آباد آهن. يارهين باب ۾ پاڙيسري ذاتين (دلن، ڪوسن ۽ پسين) جو ذڪر ڪيو ويو آهي.



ڊيمي سائيز جي 496 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب ليکڪ خود 2007ع ۾ ڇپايو آهي ۽ ان جي قيمت 200 روپيا آهي.

**سنيو، اميد علي**: ليکڪ ۽ محقق، اميد علي ولد ربڏني سنيي جو جنم، پهرين ڊسمبر 1961ع تي ڳوٺ سيد متي شاهہ، تعلقي بلڙي شاهہ ڪريم (ضلعي ٽنڊي محمد خان) ۾ ٿيو. ابتدائي تعليم ڳوٺ مان ورتائين، جڏهن تہ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ٽنڊي محمد خان مان، ايم. اي (اسلامڪ ڪلچر) ۽ ايم. ايڊ. سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري مان ڪيائين. هن تحقيق جي حوالي سان ڪافي ڪم ڪيو آهي. سنڌس تحقيقي مقالن ۽ مضمونن ۾: (1) 'سماٽ قوم جي نسل بابت ڪجهہ احوال'، (2) 'س' اکر سان شروع ٿيندڙ قومون، قبيلا، پاڙا، شاخون، ذاتيون ۽ اوڙڪون'، (3) 'غلام شاهہ ڪلهوڙي جو مرشد'، (4) ارغون مرزا شاهہ حسن جو موت' وغيره شامل آهن. هن جي ڇپيل ڪتابن ۾: (1) 'سنيا ذات' (حصو پهريون، حصو ٻيو ۽ ٽيون)، (2) 'درگاهہ سيد پريل شاهہ، ڏاڏا سائين' شامل آهن. اميد علي سنيو، تعليم کاتي ۾ سپروائيزر طور پنهنجا فرض سرانجام ڏئي رهيو آهي.



**سپ** (Mother of Pearl/Nacre): سپ کي انگريزيءَ ۾ نيڪر بہ سڏجي ٿو جيڪو ڪيترن قسمن جي مولسڪ جانورن جي ٻاهرين ڪوپي جو اندرئين اندريون سخت تہ جوڙي ٿو. سپ جي موتيءَ جيان، سپ جو هي اندريون اندرئين تہ سپ جو چوغو (Mantle) پيدا ڪري ٿو، جيڪو



تهدار ۽ ڪئلشيم ڪاربونيٽ ۽ ڪانچيولن (conchiolin) تهن جو ٺهيل ٿئي ٿو. اهو ساڳيو تهه سچن موتين ۾ ٻاهرين ڪوپي طور به موجود هجي ٿو. سپ/نيڪر جا تهه ڪوپي جي مٿاڇري کي لسو ڪن ۽ نرم ماس کي ڌارين شين جهڙوڪ پٿرا سائيٽن وغيره کان بچائين ٿا ۽ ڌارين/هاجيڪار مادي کي آهستي آهستي تهن جي هڪ ڏڳ جي صورت ۾ گڏ ڪن ٿا، جنهن مان اڳتي هلي لڦ جيان يا ته موتي پيدا ٿي ڪوپي جي اندرين پاسي سان چنبڙيل رهي ٿو يا چوڳي جي ماس ۾ هڪ آزاد موتيءَ جي صورت ۾ وجود ۾ اچي ٿو. سپ، اونهي پاڻيءَ ۾ رهڻ باوجود اڃايل رهي ٿي ۽ برسات لاءِ واجهائيندي رهندي آهي. سپ جي ان ڪيفيت کي شاهه لطيف هن طرح بيان ڪيو آهي:

سپ سمنڊين سپجي، ابر آسا روس،
ٻاڙو پئي نہ ٻِپُڙي، منو منهن لڳوس،
ماڻڪ تي مڙيوس، جيئن تنگ ڪڍيائين تار ۾.

سپ لاءِ عام روايت آهي ته فقط سمنڊ جو پاڻي پيئندي آهي، پر برسات جو ڦڙو پيئڻ بعد هڪدم وات ٻوٽڻ سان سِپ جي پيٽ ۾ قيمتي موتي ٺهي ٿو. پران جي ڪا سائنسي سمجهاڻي نہ ٿي ملي.

**سپارڪو** (Suparco): هيءَ خلا ۽ مٿانهين هوا تي تحقيق ڪرڻ وارو قومي ادارو آهي. 1961ع ۾ پاڪستاني سرڪار هن اداري کي هڪ ڪميٽيءَ طور قائم ڪيو. پوءِ مارچ 1981ع ۾ هڪ آرڊيننس تحت هن کي مڪمل ڪميشن جي شڪل ۾ بحال ڪيو ويو. هن اداري جي قيام جو مقصد خلائي سائنس جي حوالي سان تحقيق ۽ ان سان لاڳاپيل شعبن ۾ واڌارو ڪرڻ ۽ ٽيڪنالاجي ذريعي قومي،




سماجي ۽ معاشي ترقي ۾ اضافو ڪرڻ هو. سپارڪو طرفان خلائي پروگرام جو آغاز 7 جون 1962ع تي 'رهبر اول' نالي راڪيٽ کي خلا ۾ چڙهڻ ذريعي ڪيو ويو. هن راڪيٽ کي چڙهڻ جو مقصد ٻاهرين ۽ مٿانهين فضا اندر موسمي حالتن جو اندازو لڳائڻ هو. اهڙيءَ ريت پاڪستان ۾ خلائي تحقيق جي ابتدا ٿي ۽ 'رهبر اول' راڪيٽ کانپوءِ 'شاهپر' ۽ 'رهبر' نالي راڪيٽ به فضا ۾ پرواز ڪيو. سپارڪو جي اسٽيشن ڪراچيءَ کان پنجاهه ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي اولهه ۾ سون مياڻي سمنڊ جي ڪناري (بلوچستان) ۾ واقع آهي. هن ۾ مختلف طرز جا راڪيٽ لانچر ۽ راڪيٽ جي پرزن کي ڳنڍيندڙ (اسيمبل ڪندڙ) ورڪشاپ ۾ ضروري سامان موجود هوندو آهي. سون مياڻيءَ جي هن مرڪز تان هن وقت تائين 200 کان وڌيڪ راڪيٽ خلائي پروازن لاءِ روانا ٿي چڪا آهن. سپارڪو جي سائنسدانن ۽ انجنيئرن جو تيار ڪيل ننڍڙو گرهه 'بدر اول' چين جي لانگ مارچ 2E لانچر ذريعي جولاءِ 1990ع ۾ خلا ۾ چڙهيو ويو جيڪو پاڪستان ۾ خلائي تحقيق ۽ ٽيڪنالاجيءَ ۾ بنيادي اهميت جو حامل آهي. هن گرهه جي ڪامياب خلائي تجربي بعد انجنيئرن ۽ سائنسدانن جي حوصلا افزائي ٿي ۽ ٻيو هٿرادو گرهه 'بدر دوم' 1998ع ۾ خلا ۾ چڙهيو ويو.

خلائي تحقيق جي حوالي سان هن اداري کي پاڪستان جي پهرئين سائنسي تحقيقي اداري جي حيثيت حاصل آهي. هن اداري ۾ هٿرادو گرهن سان سڌيءَ ريت براڊ ڪاسٽنگ رسيور ڊزائن ڪيو ويو. اسلام آباد ويجهو قائم ڪيل سپارڪو جي سيٽ لائيٽ گرائونڊ اسٽيشن 1989ع ۾ ڪم جو آغاز ڪيو. جنهن جي وسيلي ملڪي ادارن ۽ ايجنسين کي مستقل ۽ عارضي بنيادن تي عدد، شمار ۽ ضروري اطلاعات فراهم ڪري رهيو آهي. هي سينٽر 2700 ڪلوميٽرن جي وسيع ايراضي تائين ڪم ڪري سگهي ٿو. اهڙيءَ ريت هي سينٽر سڄي پاڪستان سان گڏ آس پاس جي ٻين 26 ملڪن جي ڪجهه حصن يا ملڪن کي مڪمل طور به پنهنجي دائري ۾ آڻڻ جي سگهه رکي ٿو. هي سيٽ لائيٽ گرائونڊ اسٽيشن واحد ريموٽ سينسنگ رسيونگ اسٽيشن آهي، جيڪا اولهه چين، اولهه منگوليا ۽ وچ ايشيائي ملڪن جي حالتن کي به ڪور (Cover) ڪري سگهي ٿي. 1997ع ڌاري هن سيٽلائيٽ کي جديد فني سهولتن سان متعارف ڪيو ويو، جنهن کانپوءِ هن جي ڪارڪردگي ۾ نمايان بهتري پيدا ٿي.

**سپاهيملاڻي** (ذات): هن ذات وارا اصل اروڙ ونسي آهن. 711ع ۾ عربن جي ڪاهه وقت اروڙ تعلقي روهڙيءَ مان پکڙجي ۽ ٻيڙين رستي پنجاب ڏي ويا. ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ هي پنجاب ۾ ملتان جي شهر ۾ رهندا هئا، جتان سنڌ ۾ پهريائين خداآباد ۾ اچي رهيا. وري جڏهن 1759ع ۾ خدا آباد شهر ڦٽو ته هن نک وارا ٽڙي پکڙي ويا، جن مان کي ساهتي پرڳڻي ڏي ويا، منجهائن کي وري سيوهڻ ڏي ويا. ان کانپوءِ جڏهن مير فتح علي خان ٽالپر جي صاحبيءَ ۾ حيدرآباد جو شهر سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ٿيو ته سپاهيملاڻي ٻين ڪيترن ئي عامل خاندانن کان اڳ حيدرآباد ۾ آيا. هن خاندان وارا 'سپاهيمل' جي نسبت سان 'سپاهيملاڻي' سڏجڻ لڳا. هن وقت جيڪي سپاهيملاڻي آهن، تن مان گهڻا ديوان سپاهيمل جي پٽ ديوان ننديرام جي نسل مان آهن. هن ذات مان جيئني سپاهيملاڻي نامور سياسي سماجي اڳواڻ ٿي گذري آهي.

**سپتڪ**: موسيقيءَ ۾ استعمال ٿيندڙ سرگم جي ٻارهن ئي سرن کي سپتڪ چئبو آهي ۽ هارمونيم ۾ اهڙا ٽي يا ساڍا ٽي سپتڪ ٿيندا آهن. گويا انهن ٽن سپتڪن مان ڪنهن هڪ سپتڪ ۾ ڳائيندا آهن. ٽن سپتڪن ۾ مندر سپتڪ، مڌم سپتڪ ۽ تار يا ٽيپ سپتڪ شامل آهن. هارمونيم جي نقشي مطابق ٽن سپتڪن مان هر هڪ سپتڪ 12 سُرن تي مشتمل هوندو آهي، جن مان 7 سُر اڇي رنگ ۾ ۽ 5 سُر ڪاري رنگ ۾ جڙيل هوندا آهن. سپتڪ جا اهي ٻارهن سُر، سنگيت جي ٻارهن سُرن جي آڪار تي ترتيب ڏنا ويا آهن. اهڙيءَ ريت ٽن سپتڪن جي آڪار

تي پوري هارمونيم ۾ جملي 36 سر ٿين، جن مان 21 سراڇي رنگ ۾ ۽ 15 سُر ڪاري رنگ ۾ نظر ايندا. عام طور تي گائڪ رياض ڪرڻ وقت پهريون سپتڪ، يعني ’مندر سپتڪ‘ استعمال ڪندا آهن. جڏهن ته محفل ۾ ڳائڻ دوران وچون سپتڪ، يعني ’مڌم سپتڪ‘ استعمال ڪندا آهن.

| تار سپتڪ | مڌم سپتڪ | مندر سپتڪ |
|---|---|---|

سپتڪ جي سُرن مان هر هڪ سُر کي سڃاڻپ طور جدا جدا نالا ڏنا ويا آهن، جيڪي نالا ترتيبوار هن ريت آهن: پهريون اڇو، پهريون ڪارو، ٻيو اڇو، ٻيو ڪارو، ٽيون اڇو، چوٿون اڇو، ٽيون ڪارو، پنجون اڇو، چوٿون ڪارو، ڇهون اڇو، پنجون ڪارو، ستون اڇو. اهڙيءَ ريت هر سپتڪ جي پڄاڻي ستين اڇي سُر تي ٿئي ٿي ۽ ان جي پرسان وارو سُر، جيڪو ڳڻپ جي حساب سان ته اٺون اڇو سُر هوندو آهي، پرجيئن ته ان سر کان ٻيو سپتڪ شروع ٿئي ٿو، ان ڪري اُن سُر کي ساڳيو ’پهريئين اڇي‘ سُر جو نالو ڏنل آهي ۽ اهڙيءَ ريت ان سُر کان نئين سپتڪ جي نئين سر ڳڻپ شروع ٿيندي آهي.

**سپ پبليڪيشن، نوابشاهه**: سپ پبليڪيشن نوابشاهه جو بنياد بخشل باغي ۽ ستار سندر نالي شاعرن، آگسٽ 1995ع ۾ هڪ ماهوار رسالي طور وڌو هو، جنهن جا صرف ٻه شمارا جاري ٿي سگهيا. ان کانپوءِ 2001ع کان ’سپ پبليڪيشن‘ ڪتابن جي ڇپائيءَ جي شروعات ڪئي. هن وقت تائين هيٺيان ڪتاب ڇپايا ويا آهن:

(1) ستارن جا رستا (شاعري: رضا ڏاهري)، (2) سپنا ساڳي منڊ جا (نوابشاهه جي شاعرن جو تعارف ۽ ڪلام: وسيم سومرو)، (3) سپنو سنڌو ديش جو (شاعري: بخشل باغي)، (4) رنگ پنهنجي پيار جا (شاعري: ستار سندر)، (5) مٽيءَ جي خوشبو (شاعري: بخشل باغي)، (6) ڪليسا جي دريءَ مان (شاعري: رحمت پيرزادو)، (7) درد جون آيتون (شاعري: سعيد ميمڻ)، (8) ڪينڊل لائيٽ (شاعري: رحمت پيرزادو)، (9) نيٺ ته بادل برسندا (شاعري: بادل لرا)، (10) ڪايا منجهه ڪڙن (جيل ڊائري: سيد علي محمد شاهه لڪياري)، (11) ڪئمپس ڪجراريون (شاعري: بابر جاگيراڻي)، (12) پدعيدن: تواريخ جي آئيني ۾ (تاريخ: زاهد سومرو)، (13) درد جي ساڳي ڪٿا (شاعري: بخشل باغي)، (14) ڇنيون چنڊن واس (خط: سيد علي محمد شاهه لڪياري)، (15) اڄ نه پسان سي (مضمون: سيد علي محمد شاهه لڪياري)، (16) ڪاهي اک جو خواب (ناول: منور سراج)، (17) مان توکان مور نه مرڙهان (مضمون: ستار سندر)، (18) ازل کان پاڻ آوارا (شاعري: ستار سندر) وغيره.

**سپڙ ماڙي**: سپڙ ماڙي سڪرنڊ تعلقي جي ديهه سپڙ ۾ آهي. سڪرنڊ کان ڪڏهر ويندڙ رستي تي وَر اسٽاب کان هڪ ڪچو رستو اوڀر طرف وڃي ٿو. ان رستي سان ٻن ميلن جي پنڌ تي پير دوست جو قبرستان آهي جنهن جي سامهون سڏ پنڌ تي اتر طرف هن شهر جا دڙا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هن وقت اهي دڙا ٻارهن ايڪڙن ۾ پکڙيل آهن. جڏهن ته چون ٿا ته هنن دڙن جي پکيڙ چاليهه ايڪڙ ڪن هئي. جيڪا زمين بعد ۾ آباد ڪئي وئي. دڙن جي اوڀر ۾ هاڪڙي درياهه جا نشان اڄ به موجود آهن. ان جي آسپاس ڪجهه ڊڳيون ڊورا آهن، جن مان ’گجوءَ جو ڊورو‘ اڄ به موجود آهي. ان ڊوري جي ڪپ تي هڪ شهر آباد هو، جيڪو ڦٽڻ بعد زرعي زمين ۾ اچي ختم ٿي ويو. سپڙ ماڙيءَ بابت روايت آهي ته هي شهر هڪ ميربحر سردار سپڙ ڄام جو هو، جنهن جي شهر ۾ هڪ ماڙي ٺهيل هوندي هئي. جڏهن ته راڄ جا ماڻهو ڪکائن گهرن ۾ رهندا هئا. شهر جي سردار جي محلات سبب شهر تي نالو ئي ’سپڙ ماڙي‘ پئجي ويو. هڪ ٻي روايت موجب اتي هڪ راڻي حڪومت ڪندي هئي، جنهن جو هڪ واپاريءَ سان عشق هو. جڏهن سندس دوست واپار سانگي پرديس ويو ته واپس اچي نه سگهيو. ڪيترن سالن جي انتظار کان پوءِ راڻي محبوب جي ڳولا لاءِ ٻيڙيءَ تي سوار ٿي سمنڊ ڏانهن رواني ٿي ۽ وري واپس نه آئي. راڻيءَ جي وڃڻ کانپوءِ هن شهر ۾ بدامني پيدا ٿي پئي، جنهنڪري شهر تباهه ٿي ويو.

ٻنهي روايتن تي غور ڪبو ته هن شهر جي تاريخ تي ڪافي روشني پئجي سگهي ٿي. پهرين روايت موجب هن شهر جي قدامت کي ميڄڻو پوندو، ڇو ته اسان جي سماج ۾ هزارين سال اڳ عورت جو معاشري جي سربراهه هئڻ جا اهڃاڻ ملن ٿا. تاريخي طور سمن جي آخري دور تائين، عورت معاشري ۾ فيصلي ڪن ڪردار ادا ڪندي رهي آهي. جهڙوڪ: راڻي سهنديءَ جي مدد سان چچ بن سيلائج هن خطي تي حڪمراني ڪئي. ٻاگهيءَ جي فيصلي مطابق دودي سومري کي پڳ ٻڌائي وئي. تارا ٻائي سومرا دؤر جي هڪ حڪمران رهي چڪي آهي.

ٻيءَ روايت موجب هي شهر سمن/ سومرن جي دور جو معلوم ٿئي ٿو، ڇو ته ڄام لفظ جو استعمال عام هو هي شهر سومرن جي دور جو ٿي سگهي ٿو، ڇاڪاڻ ته ’ماڙي‘ لفظ سومرن جي شهرن لاءِ استعمال ٿيندڙ هو جيئن ’روپا ماڙي‘ وغيره.

**سپنا ڍنڍ**: سپنا ڍنڍ، ڄامشوري ضلعي جي تعلقي سيوهڻ ۾، سيوهڻ ويجهو آهي. هيءَ ڍنڍ پنهنجي دور جي هڪ مشهور ۽ پيداوار ڏيندڙ ڍنڍ هئي. هن ڍنڍ ۾ هزارين مڻ مڇي مرندي هئي ۽ پکين جو شڪار به ٿيندو هو. هن ڍنڍ جو مشهور ٺيڪيدار محمد هاشم ملاح هو. هينئر به هن ڍنڍ ۾ مڇي ماري وڃي ٿي.

**سپن منجهه موتي (ڪتاب)**: هي ڪتاب هند جي سنڌي شاعر ’گهنشام ساگر‘ جي ’تنها‘ صنف تي مشتمل شاعريءَ جو ڪتاب آهي. ’تنها‘ صنف تي سنڌيءَ ۾ ڊاڪٽر ستيش روهڙا جي ڪتاب ’تنها‘

کانپوءِ هي ٻيو ڪتاب آهي، جنهن ۾ گهنشيام ساگر جا ’تنها‘ اسڪيچن سان شامل آهن.




ڪرائون سائيز جي 80 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، ساگر گرافڪس آرٽ، احمدآباد پاران، 2006ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي، جنهن جي قيمت 95 روپيا آهي.

**سپني کان سهڻي ساپيان** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي نامور اديب ۽ شاعر تنوير عباسيءَ جي تقريرن ۽ ليڪچر جو مجموعو آهي، جيڪو ارپنا پبليڪيشن، خيرپور جي جئرامداس ڏيوناڻيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ تنوير عباسيءَ جون هيئين تقريرون، مضمون ۽ ليڪچر شامل آهن: (1) صوفي، سنڌ ۽ موسيقي، (2) شاهه لطيف تي توسيعي ليڪچر، شاهه جي شاعريءَ ۾ موسيقيت، (4) سپني کان سهڻي ساپيا (اياز گل جي ڪتاب تو بن ڪهڙا چانورا) جي مهورت وقت ڪيل صدارتي تقرير، (5) سنڌي ادبي سنگت، تاريخ ۽ ڪردار، (6) نوجوان (سنڌ جو روشن مستقبل، (7) لفظن جي حرمت کي قائم رکندڙ شاعر: اياز گل، (8) منهنجو ڀانهن ٻيلي، محمد علي حداد، (9) مرڻو هر ڪنهن کي آهي (ادل سومري جي سالگرهه ۾ ڪيل تقرير)، (10) سنڌي اديب جو ڪردار ۽ سنڌي ادبي سنگت، (11) اهل دل ڪامورو عبدالقادر منگي، (12) ڪلهوڙو ۽ طنز و مزاح (غلام رسول ڪلهوڙي جي تحريرن بابت)، (13) ايندڙ نهيءَ کي سلام (ادل سومري سان ملهايل شام ۾ تقرير)، (14) لفظن جو مصور: انيس انصاري، (15) تاريخ ڳالهائي ٿي (خيرپور جي تاريخ بابت تقرير).




ڊيمي سائيز جي 83 صفحن جو هي ڪتاب 2002ع ۾ ڇپيو جنهن جي قيمت 70 روپيا آهي.

**سپورنج**: ’سپورنج‘ لفظ جي معنيٰ آهي ’سمجهو/ قابل‘. اهو ساڃهه وند ۽ سڃيتو ماڻهو جيڪو سگهڙائپ جي فن کي سمجهي ۽ پرکي سگهي. انهيءَ کي لوڪ ادب جي ٻوليءَ ۾ ’سپورنج‘ ڪوٺيو ويندو آهي. ’سپورنج‘ پنهنجو فن نه، پر ٻين سگهڙن جو چونڊ فن ياد ڪري ڪچهرين ۾ پيش ڪندو آهي. اهو سگهڙ جيڪو پنهنجو فن نه جوڙي ۽ ٻين سگهڙن جو فن ياد ڪري، انهيءَ فن جي سرجيندڙ جي نالي سان پيش ڪري ته اهڙي سگهڙ کي ’وهائيءَ وارو‘ به چوندا آهن. لوڪ ادب جي تاريخ تي نظر وجهبي ته سگهڙن سان گڏ ڪيترا سپورنج ملندا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي عالم سان گڏ سنڌي لوڪ ادب جو ’سپورنج‘ به سڏيو ويندو آهي.

**سپيريان جي ڳالهڙي** (ڪتاب): هي سفرنامو نامور صحافي ۽ اديب، فقير محمد لاشاريءَ جي نياڻي نصرت لاشاريءَ جو لکيل آهي. هي سفرنامو پهريائين ’عوامي آواز‘ اخبار ۾ ڇپجڻ شروع ٿيو ۽ پوءِ ماهوار رسالي ’سرتيون‘ ۾ قسطوار ڇپيو، جنهن کان پوءِ هي سفرنامو 2007ع ۾ ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيو. هن سفرنامي ۾ هندستان جي تاريخ ۽ اتي جي مشهور ماڳ مڪانن کي واضح طور بيان ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جو ملهه 50 روپيا آهي.




**سپيريان سندي ڳالهڙي** (ڪتاب): سنڌ جي معروف اديب ممتاز مرزا جو هيءُ ڪتاب، ٻن حصن تي مشتمل آهي: (1) حيدرآباد سنڌ- اسان جي جند، ۽ (2) سنڌي سنگيتڪار: محمد يوسف. ڪتاب جو انتساب، ليکڪ پنهنجي ساٿي ۽ دوست، عبدالحميد آخوند جي نالي هنن لفظن ۾ ڪيو آهي:




”پنهنجي نهايت پياري ساٿي ۽ مهربان دوست، عبدالحميد آخوند جي نالي، جنهن سنڌ ۽ سنڌي ثقافت توڙي روايتن جي دل جي سچائيءَ سان خدمت ڪري، پاڻ کي سنڌ جي تاريخ ۾ موڪيو آهي.“

ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ حيدرآباد شهر جو ثقافتي پسمنظر بيان ڪيو ويو آهي. ورهاڱي کان اڳ، ۽ اُن کان سنت پوءِ، حيدرآباد هڪ خوبصورت شهر هوندو هو هي باب اُن وقت جي سنڌي سماج جي قدرن ۽ ڳڻن جو ڄڻ ته تهذيبي دستاويز آهي. ٻيو حصو نه رڳو سدا حيات راڳي محمد يوسف بابت آهي، پر سنڌي راڳ/ موسيقيءَ جي روايتن، متانت ۽ دلفريبيءَ جو داستان آهي. ڪتاب جي ضميمي پهرئين ۾ شاهه جي راڳاين جو تفصيلي ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ ضميمي ٻئي ۾ ’هينئڙو مون لوڻ ٿئي‘ عنوان هيٺ حيدرآباد جي موجوده ڏکوئيندڙ صورتحال ڏني وئي آهي، جنهن جي پڄاڻي هنن لفظن ۾ ڪئي وئي آهي: ”منهنجو پنهنجو اباڻو شهر حيدرآباد ۽ پاڙو ٽنڊو آغا گولين جي نشاني تي آهي. تڏهن ويل وقت، سنڌي زبان ۽ ادب جي ماڳن کي سارڻ مون لاءِ هڪ قدرتي عمل آهي، ماضي ياد آهي، حال اکين اڏو آهي، آئيندو ڇا آهي، تنهن جو علم ناهي، بس، پڇاڙيءَ جو اهو بيت ذهن تي پيو هُري ته:

نه سي ونئڻ وٽن ۾، نه سي ڪاتياريون،
پسيو بازاريون، هينئڙو مون لوڻ ٿئي!

ڊيمي سائيز جي 244 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، مهراڻ پبلشرز ڪراچيءَ، 1991ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 65 روپيا آهي.

**سپيئڙا**: هي سپين کان ننڍا، موتيءَ واري سپ وانگر يا ان کان ڪجهه ننڍا ٿين ٿا. سپيئڙا ٻه ٻيڙا ٿيندا آهن، جيڪي ڪوپن جي صورت ۾ هوندا آهن. سپيئڙي جي مرڻ کانپوءِ اهي کوپا پاڻيءَ ۾ ترندا آهن. سپيءَ يا سپيئڙي جو اندريون پاسو موتيءَ واريءَ سپ وانگر صاف ۽ چمڪيلو ٿئي ٿو. سپ سمنڊ ۾ سپجي ٿي، حقيقت ۾ سپ ۽ سُپيون ساڳيا ڪوپن وارا جيوَ آهن. مٺي پاڻيءَ جي سپي، چوني جهڙي لڳدار شيءَ مان آنا جهلي رکندي آهي، جنهن مان ٻچا ڪندي آهي.

**سج** (Sun): سج هڪ اهڙو ستارو آهي، جهڙا اسان ڪيترا ستارا رات جو ڏسندا رهون ٿا، پر هنن ستارن ۾ فرق رڳو مفاصلي جو آهي. يعني سج کان سواءِ ٻيا ستارا اسان کان ڪيترائي نوري سال پري آهن، جڏهن ته سج رڳو ايترو پري آهي، جو ان جي روشنيءَ کي اسان تائين پهچڻ ۾ اٽڪل



8 منٽ لڳن ٿا. سج گذريل 4.5 بلين سالن کان وٺي ٻَرندو رهيو آهي، هن ۾ گئس جو تمام وڏو ڀنڊار آهي، جنهن ۾ گهٽي ياڳي هئڊروجن (Hydrogen) ۽ هيليم (Helium) گئس ٿئي ٿي. جيئن ته سج تمام وڏو آهي، ان ڪري منجهس ڇڪ به زبردست آهي. سج گهٽي ڪشش زور هجڻ ڪري هئڊروجن ۽ هيليم گئس سان گڏ پنهنجي محور وارن ٻين سيارن کي به جهليو بيٺو آهي.

عام طور اهو چيو ويندو آهي ته سج ٻري ٿو، ٻرڻ مان مطلب سج جو ڪاٺيءَ وانگر ٻرڻ نه آهي، پر ان مان مراد هڪ وڏي نيوڪليئر ري ايڪٽر جي ورتي ويندي آهي. ستارن جي درجي بندي جي لحاظ کان سج هڪ G2 قسم جو ستارو آهي. اهڙيءَ درجي بنديءَ جو بنياد گرمي ۽ روشنيءَ جون اهي لهرون آهن، جيڪي منجهائنس خارج ٿينديون رهن ٿيون. آسمان ۾ G2 جهڙا بيشمار ستارا موجود آهن، اهڙن اربين ستارن مان سج به هڪ آهي، جيڪو اسان جي ڪهڪشان (galaxy) ۾ گردش ڪندو رهي ٿو.

سج گئس جو ٺهيل آهي ۽ ان جو مٿاڇرو نهرو نه آهي، جڏهن ته ان جو هڪ مخصوص ڊول آهي. جوڙجڪ جي لحاظ کان سج کي هيٺين ٽن مکيه حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

**ڪور** (Core): سج جو مرڪز جنهن جو 25 سيڪڙو سج جي نيم قطر (radius) تائين ٿئي ٿو.

**ريڊيئيٽو زون** (Radiative Zone): هي حصو مرڪز جي ڪور کان ترت پوءِ شروع ٿئي ٿو ۽ ان جي نيم قطر جو 45 سيڪڙو ٿئي ٿو.

**ڪنويڪٽو زون** (Connective Zone): هي حصو سج جو بلڪل ٻاهريون ڇلي جهڙو آهي، جيڪو نيم قطر جو 30 سيڪڙو ٿئي ٿو.

سج جي مٿاڇري کان مٿي سج جو وايومنڊل (Atomsphere) ٿئي ٿو، جنهن کي ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

**فوٽو اسفيئر** (Photosphere): هي سج جي وايومنڊل جو بلڪل اندريون حصو ٿئي ٿو ۽ اهو ئي حصو اسان ڏسي سگهون ٿا.

**ڪروموا سفيئر** (Chromosphere): هي حصو فوٽو اسفيئر ۽ ڪورونا جي وچ ۾ ٿئي ٿو ۽ فوٽو اسفيئر کان وڌيڪ گرم ٿئي ٿو.

**ڪورونا** (Corona): هي سج جو بلڪل ٻاهريون تهه ۽ انتهائي گرم حصو ٿئي ٿو ۽ ڪروموا سفيئر کان ڪيترا لکين ڪلوميٽر ٻاهر تي ڦهليل ٿئي ٿو.

سج جي سمورن مکيه خاصيتن جو بيان انهن نيوڪليائي ردعملن رستي ڪري سگهجي ٿو جيڪي توانائي پيدا ڪن ٿا. ان جي گئس ۽ شاهي ڪشش جي چرپر سبب پيدا ٿيندڙ مقناطيسي فيلڊ (يا دائرو) وجود ۾ اچي ٿي.

اهڙيون سڀ ڳالهيون سج جي ڪور ۾ ئي پيدا ٿين ٿيون. سج جو ڪور، سج جي مرڪز کان شروع ٿئي ٿو ٻاهر طرف وڌندو، سج جي 25 سيڪڙو نيم قطر کي گهيري چڙهي ٿو. ان جو گرمي پد 15 ملين ڊگريون ڪيلون (Kelvin) کان به وڌيڪ ٿئي ٿو. ڪور جي ڪشش سڄي مادي کي اندر تي ڇڪيندي هڪ زبردست دٻاءُ پيدا ڪري ٿي. اهو دٻاءُ ايترو زبردست ٿئي ٿو، جو ان جي زور سبب هئڊروجن جا ائٽم پاڻ ۾ ملي هڪ ميلاپ يا نيوڪليائي فيوزن (nuclear fusion) ردعمل پيدا ڪن ٿا، جنهن سبب هئڊروجن جا ٻه ائٽم ملي هيليم-4 ۽ درجي بدرجي توانائي پيدا ڪن ٿا:

(1) ٻه پروٽان ملي ڊيوٽيرم (deuterium) جو هڪ ائٽم (هئڊروجن، نيوٽران ۽ پروٽان جو هڪ ائٽم)، هڪ پوزيٽران (positron)، (اليڪٽران جهڙو پرواڙو برقي) ۽ نيوٽران (neutron) ٺاهين ٿا.

(2) هڪ پروٽران ۽ ڊيوٽيرم ائٽم ملي، هيليم-3 جو هڪ ائٽم ٺاهين ٿا، (ٻه پروٽران هڪ نيوٽران سان) ۽ گاما شعاع پيدا ڪن ٿا.

(3) هيليم-3 جا ٻه ائٽم ملي هيليم-4 جو ائٽم ۽ ٻه پروٽران ۽ ٻه نيوٽران ٺاهين ٿا.

اهڙن رد عملن سبب سج جي 85 سيڪڙو توانائي ان ريت پيدا ٿئي ٿي، جڏهن ته 15 سيڪڙو توانائي هيٺين رد عمل رستي پيدا ٿئي ٿي.

(1) هيليم-3 ۽ هيليم-4 جو هڪ هڪ ائٽم ملي بيريليم-7 (چار پروٽان ۽ ٽي نيوٽران) ۽ گاما ڪرڻا پيدا ڪن ٿا.

(2) بيريليم-7 جو ائٽم هڪ اليڪٽران حاصل ڪري لٿيم-7 جو ائٽم ۽ هڪ نيوٽرينو ٿي وڃي ٿو. (3 پروٽان ۽ 4 نيوٽران).

(3) ليٿيم-7 پروٽران سان ملي هيليم -4 جا ٻه ائٽم ٺاهي ٿو. جيئن نه هيليم -4 جا ائٽم، هائڊروجن جي ٻن ائٽمن کان گهٽ وزني ٿين ٿا، جيڪي اهڙو عمل شروع ڪرائين ٿا. تنهنڪري مادي جو اهڙو فرق توانائيءَ ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو، جنهن جي وضاحت آئنسٽائين جي مٿي (E=mc2) ۾ ڪيل آهي. اهڙي توانائي روشنيءَ جي ڪيترن روپن ۾ خارج ٿئي ٿي، جهڙوڪ: الٽرا وايوليٽ، ڏسڻ ۾ ايندڙ روشني، الفرا ريڊ، مائڪرو ويو ۽ ريڊيو ويو.

ساڳئي وقت سج توانائي ناڙجزا (پارٽيڪل بہ) خارج ڪري ٿو (نيوٽرينو ۽ پروٽان)، جڏهن شمسي هوائون (Solar Wind) ۽ اهڙي توانائي زمين سان اچي ٽڪرائجي ٿي ته هن گره کي گرم ڪري ٿي، موسمون پيدا ڪري ٿي ۽ هر قسم جي زندگيءَ لاءِ توانائي مهيا ڪري ٿي، جيئن ته ڌرتيءَ جو وايومنڊل اسان جو بچاءُ ڪندو رهي ٿو، ان ڪري اسان گهٽي ياڱي سج جي شعاعن يا شمسي هوائن سبب متاثر ٿي نه ٿا سگهون.

(4) **سج جو اندريون حصو -** (ريڊئيٽو ۽ ڪنيڪٽو زون): سج جي ڪور کان پوءِ ٻاهر تي پکڙجندڙ ريڊئيٽو زون ٿئي ٿو، جيڪو سج جي نيم قطر جو 45 سيڪڙو ٿئي ٿو. هن زون کان ٻاهر توانائي فوٽانس (Photons) يا روشنيءَ جي ايڪن رستي خارج ٿئي ٿي. ڪنويڪشن سبب مٿاڇري تائين پهچڻ ۾ اٽڪل 1000 کان 200000 سال لڳي وڃن ٿا. ڌرتيءَ وانگر سج جو به هڪ وايومنڊل ٿئي ٿو جيڪو فوٽو اسفيئر (Photosphere)، ڪرومو اسفيئر (Chromosphere) ۽ ڪورونا (Corona) جو ٺهيل ٿئي ٿو.

فوٽو اسفيئر سج جي وايومنڊل جو هيٺانهون حصو ٿئي ٿو جيڪو اسان ڏسي سگهون ٿا. سادن لفظن ۾ عام طور فوٽواسفيئر کي 'سج جو مٿاڇرو' جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو جيڪو 300 کان 400 ڪلوميٽر (180 کان 240 ميل) موڪرو آهي ۽ ان جو سراسري طور گرمي پد 5800 ڪيلون ٿئي ٿو. ان جو مٿاڇرو ٿهڪندڙ پاڻيءَ جي ڦوٽن/ بوڙين وانگر جيان ڏسڻ ۾ اچي ٿو، جن ۾ اپار، ڪنويڪشن وهڪرن جا مٿيان مٿاڇرا ٿين ٿا ۽ انهن جي هيٺان هر بوڙيو 1000 ڪلوميٽرن (600 ميلن) جيترو به ٿي سگهي ٿو. جيئن جيئن فوٽو اسفيئر کان مٿي وڃبو، تيئن تيئن گرمي پد گهٽبو ويندو ۽ گئسون ٿڌيون ٿينديون وينديون، ان ڪري ايتري گهٽي توانائي خارج نہ ٿيون ڪن ۽ اهي انساني اک لاءِ گهڻ غير شفاف ٿين ٿيون. ان ڪري فوٽو اسفيئر جو ٻاهريون ڪنارو اونداهو ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ اهڙي اثر کي لمب ڊارڪننگ (Limb darkning) سڏجي ٿو، جنهن جي ڪري سج جي مٿاڇري جي ڪني بلڪل چٽي ۽ واضح نظر اچي ٿي.

| | |
|---|---|
| **سج جو زمين کان مفاصلو:** | 150 ملين ڪلوميٽر (93 ملين ميل) |
| **نيم قطر:** | 696000 ڪلوميٽر (418000 ميل) |
| **مادو:** | $1.99 \times 10^{33}$ (330,000 ڌرتيءَ جي مادن جيترو) |
| **مادي وار جوڙجڪ:** | هائڊروجن 74 سيڪڙو، هيليم 25 سيڪڙو ۽ ٻيا ڌاتو هڪ سيڪڙو |
| **سراسري گرمي پد:** | 5800 ڊگريون ڪيلون (مٿاڇري جو)، 15.5 ملين ڊگريون ڪيلون (ڪور جو) |
| **سراسري گهاٽائي:** | 1.41 گرام في ڪيوبڪ ملي ميٽر |
| **مقدار:** | $1.4 \times 10^{27}$ ڪيوبڪ ميٽر |
| **گردش جو عرصو:** | 25 ڏينهن (مرڪز کان) 35 ڏينهن قطبن وٽ |
| **ڪهڪشان مرڪز کان مفاصلو:** | 25,000 نوري سال |
| **محوري رفتار:** | 138 ميل في سيڪنڊ /200 ملين سال |
| **گرهڻ:** | سج ۽ ڌرتيءَ جي وچ ۾ چنڊ اچڻ سان سج گرهڻ ٿيندي آهي. |




ڪنويڪشن زون ۾ توانائيءَ جو عمل بلڪل ائين ٿئي ٿو جيئن ڪنهن گرم پاڻيءَ جي ٿانو کي ٿهڪائي ٿو تنهنڪري ريڊئيٽو زون کي هڪ اهڙي بريز جيان سمجهي سگهجي ٿو جنهن تي ٿانو رکبو آهي. اتان گرميءَ جا بوڙيا (Bubbles) پيدا ٿي مٿاڇري ڏانهن هليا وڃن ٿا، جڏهن ڪو بوڙيو مٿانهين هنڌ تي پهچي ٿو ته ٺري وري تري ۾ هڏي وڃي ٿو. سج ۾ 'مٿاڇرو' اصل ۾ ڪنيڪٽو زون هجي ٿو شمسي گئس جا بوڙيا ڪنيڪٽو زون رستي چوٽيءَ تائين رسڻ سان ٿڌا ٿي وڃن ٿا. اهڙو عمل ڪيترائي ڀيرا ورجائبو رهي ٿو. ريڊئيٽو ۽ ڪنويڪشن زون ۾ فوٽان ۽ گئس جي ماليڪيولن ۾ ڪيترائي ردعمل ٿين ٿا ۽ هڪ فوٽان کي

نظام شمسيءَ جي وچ ۾ سج جي چؤگرد عطارد، زهره، زمين، مريخ، مشتري، زحل، يورنيس، نيپچون ۽ پلوٽو سيارا گردش ڪندا رهن ٿا.

**ڪرومو اسفيئر (Chromosphere):** ڪرومو اسفيئر فوٽو اسفيئر کان مٿان شروع ٿئي ٿو ۽ اٽڪل 2000 ڪلوميٽرن (1200 ميلن) ۾ پکڙيل ٿئي ٿو. سڄي ڪرومو اسفيئر ۾ گرمي پد 4500 ڊگريون ڪيلون کان وڌي اٽڪل 10000 ڊگريون ڪيلون تائين ٿئي ٿو. ڪرومو اسفيئر ڪانويڪشن سبب گرم ٿيندو رهي ٿو جيڪو فوٽو اسفيئر ۾ اندر ٿئي ٿو. فوٽو اسفيئر ۾ گئسون جيئن جيئن ولوڙبيون رهن ٿيون، تيئن تيئن

شاڪ ويوز (Shock Waves) بہ پيدا ڪنديون. چوڌاري موجود گئس کي گرم ڪنديون. ڪروموسفيئر مان گرم گئس جي تيز چمڪندڙ لاٽ وانگر پار پونديون رهن ٿيون. اهڙو هر اسپيڪيول، فوٽواسفيئر جي مٿان اٽڪل 5000 ڪلوميٽرن (3000 ميلن) تائين پکڙبو، رڳو ڪجهہ منٽ باقي رهي سگهي ٿو. اهڙا اسپيڪول سج جي مقناطيسي فيلڊ جي خط سان بہ هلي سگهن ٿا، جيڪي سج اندر گئسن جي چرپر سبب پيدا ٿين ٿا.

ڪورونا سج جو آخري تهہ ۽ ٻين منڊلن کان ڪيترا لکين ڪلوميٽر ٻاهر پکڙيل ٿئي ٿو. جيڪو سج گرهڻ دوران يا سج جي ورتل ايڪسري ۾ سنئين ريت ڏسي سگهجي ٿو. ڪورونا جو سراسري گرمي پد 2 ملين ڊگريون ڪيلون ٿئي ٿو. ان جي ايتري گرم هجڻ جو ڪارڻ سج جي مقناطيسيت ٿي سگهي ٿي. ڪورونا ۾ روشني (گرم) ۽ اونداها حصا بہ ٿين ٿا، جن کي ڪورونل هول (Coronal holes) سڏجي ٿو. ڪورونل هول نسبتاً ٿڌا ۽ اهڙا هنڌ ٿين ٿا، جتي شمسي هوا جا پارٽيڪل ڪسڪي وڃن ٿا. دوربين رستي سج جي اهڙن ڪيترن دلچسپ رخن کي ڏسي سگهجي ٿو. جن جو زمين جي وايومنڊل تي اثر پوندو رهي ٿو. جن مان اهڙا مکيہ ٽي آهن: سج جا داغ (Sun Spots)، سولر پراميننس (Solar Prominences) ۽ شمسي ٻوڙيا (Solar Flares)

سج جا داغ اهڙن اونداهن ۽ ٿڌن هنڌن کي سڏجي ٿو. جيڪي فوٽو اسفيئر تي پيدا ٿيندا رهن ٿا. سدائين جوڙن جي صورت ۾ ظاهر ٿين ٿا ۽ زبردست مقناطيسي فيلڊ وارا ٿين ٿا. (ڌرتيءَ جي پيٽ ۾ 5000 ڀيرا طاقتور) ۽ سج جي مٿاچري کان ابڙڪي پون ٿا. مقناطيسي فيلڊ سج جي هڪ داغ مان خارج ٿي، ٻئي مان داخل ٿئي ٿي. مقناطيسي فيلڊ جي پيدا ٿيڻ جو ڪارڻ سج جي پيٽ ۾ پيدا ٿيندڙ گئسن جي شدت ٿئي ٿي. سج جا داغ هر 11 سالن کان پوءِ پيدا ٿين ٿا، جن کي سولوسائيڪل (Solar Cycle) سڏيو وڃي ٿو. اهي اهڙا هنڌ ٿين ٿا، جتي سج جون وڏ ۾ وڏ ۽ گهٽ ۾ گهٽ سرگرميون ٿينديون رهن ٿيون. اهڙن 11 سالن جي ڦيرن پيدا ٿيڻ جي ڪارڻن جي مڪمل ڄاڻ نہ پئجي سگهي آهي، جڏهن تہ ان لاءِ بہ دليل پيش ڪيا وڃن ٿا:

سج جو ناهموار ڦيٽڙو سج اندر مقناطيسي فيلڊ جي خطن کي ڦيرائيندو ۽ ڇڙوڇڙ ڪندو رهي ٿو جنهنڪري مقناطيسي خط سج جي مٿاچري کان ٻاهر نڪري داغن جا جوڙا پيدا ڪندا رهن ٿا. اڳتي هلي مقناطيسي خط هڪٻئي کان ڌار ٿي، جڏهن الڳ الڳ ٿي وڃن ٿا تہ سج جي داغن جي سرگرمي بہ گهٽجي وڃي ٿي. ائين اهڙو ڦيرو ٿيندو رهي ٿو

گئس جا تمام وڏا ٽيوب سج اندر ويڪرائي ڦاڪن ۾ گردش ڪندا خط استوا طرف هليا وڃن ٿا ۽ اهي جڏهن ٻٽ ٿي وڃن ٿا تہ داغ پيدا ڪن ٿا. جڏهن خط استوا کي رسن ٿا تہ ٽٽي پون ٿا ۽ ختم ٿي وڃن ٿا.

ڪڏهن ڪڏهن ڪروموسفيئر مان گئسن جا ڪڪر پيدا ٿي اڀري مقناطيسي فيلڊ سان سج جي داغن کان ظاهر ٿي پون ٿا. گئس جي اهڙين ڪمانين کي سولر پريمينينس (Solar Prominences) سڏجي ٿو.
پراميننسز ٻن کان ٽن مهينن تائين هلي ٿي ۽ 50,000 ڪلوميٽرن جي مٿاچري تائين پکڙيل ٿي سگهي ٿي. ايتري بلنديءَ کي (سڏي) اهي ڪجهہ منٽن کان وٺي ڪلاڪن تائين ٻڙڪندي وڏي مقدار ۾ مادو خارج ڪن ٿا، جيڪو ڪورونا کان ٿيندو ٻاهرينءَ خلا ۾ 1000 ڪلوميٽر في سيڪنڊ جي رفتار سان هليو وڃي ٿو. اهڙن ٻوڙين کي ڪورونل ماس اجيڪشن (Coronal Mass Ejection) سڏجي ٿو ڪڏهن ڪڏهن جڏهن سج جي ڪن پيچيده داغن جي ميڙ مان اوچتو ۽ شديد ڌماڪا پيدا ٿين ٿا تہ انهن کي سج جا 'ٻوڙيا' (Solar Flares) سڏيو وڃي ٿو.

سج جي ٻوڙين لاءِ سمجهيو وڃي ٿو تہ اهي سج جي جن هنڌن تي مقناطيسي فيلڊ ٿئي ٿي، اُن ۾ اوچتي تبديلي اچڻ سبب پيدا ٿين ٿا. اهڙن ٻوڙين سان گڏ گئس، اليڪٽران، روشني، الٽراوايوليٽ روشني ۽ ايڪس ڪرڻا بہ خارج ٿين ٿا. جڏهن اهي شعاع ۽ اهڙا پارٽيڪل ڌرتيءَ جي مقناطيسي فيلڊ تائين اچي رسن ٿا تہ اهي ان سان قطبن وٽ هڪ ردعمل پيدا ڪري باک يا شفق (Auroras، اترئين نور Aware Borealis ۽ ڏاکڻي نور Australes) جو منظر پيدا ڪن ٿا. شمسي ٻوڙڪا پيغام رساني، اپ گرهن، جهازرانيءَ جي سرشتن سميت بجلي گهرن جي نظام کي بہ متاثر ڪري سگهن ٿا. اهڙن شعاعن ۽ پارٽيڪلن سبب وايومنڊل آئني (Ionize)/ برقي ٿي وڃي ٿو. جنهن اپ گرهن ۽ زمين وچ ۾ يا زمين کان زمين تائين ريڊيائي لهرن جي چرپر متاثر ٿي وڃي ٿي. وايومنڊل ۾ آئيني/ برق دار پارٽيڪل، بجليءَ جي لائينن ۾ بجليءَ جي وهڪ وڌائي، بجليءَ جي چاڙهہ جو سبب بڻجن ٿا. بجلي جي چاڙهہ پيدا ٿيڻ سان بجلي گهرن تي اجايو ايترو بار پئجي وڃي ٿو. جو ان سبب اوندهہ انڌوڪار ٿي وڃي ٿي.

سج 4.5 بلين سالن کان وٺي ٻکندو رهيو آهي. سج پنهنجي 4.5 بلين سالن جي ڄمار دوران پنهنجي نيم قطر ۾ اٽڪل 6 سيڪڙو وڌي ويو آهي. منجهس ايترو هائڊروجن ٻارڻ موجود آهي، جو اٽڪل 10 بلين سالن تائين 'ٻکي' سگهي ٿو. جنهن جو مطلب ٿيو تہ اڃا 5 بلين سالن کان ڪجهہ وڌيڪ عرصو هلي سگهي ٿو ۽ ان عرصي دوران ساڳئي حساب سان وڌندو بہ رهندو.

جڏهن سج جي ڪور جو هائڊروجن ٻارڻ ختم ٿي ويندو تہ پنهنجي ئي ڪشش جي وزن سبب ڀڪوڙجي ويندو. جڏهن تہ پوءِ بہ ان جي مٿئين تهن ۾ هائڊروجن فيوزن (Hydrogen Fusion) ٿيندي رهندي. ڪور جي ڀيڪوڙجڻ سان گرم ٿي ويندو. اهڙي گرمي مٿين تهن کي گرم ڪري ڦهلائي ڇڏيندي. ٻاهرين تهن جي ڦهلجڻ سان سج جو نيم قطر وڌي هڪ ڳاڙهي، تمام شاهي نوجوان ستاري ۾ مٽجي ويندو. اهڙي ڳاڙهي شاهي ستاري جو نيم قطر هاڻي جي پيٽ ۾ سئوٽو وڌيڪ هوندو. ڌرتيءَ جي محور جي هن پر هجڻ ڪري ڌرتي سندس ڪور ۾ گم ٿي هن ڳاڙهي ستاري ۾ بخار ٿي ويندي. ان کان پوءِ هڪ دور اهڙو بہ ايندو، جڏهن سج جو ڪور ايترو گهٽو گرم ٿي ويندو، جو هيليم ڪاربان سان

ملي ويندو. جڏهن هيليم ٻارڻ ختم ٿي ويندو ته ڪور پڪڙجي ۽ ڦڏو ٿي ويندو. ٻاهريان تهہ ڦهلجي پنهنجو مادو اوڳاڇي ڇڏيندا. آخر ۾ ڪور ٺري ۽ شاهي سفيد جسم ۾ مٽجي ويندو. اهو وڌيڪ ٺري جهڙوڪر هڪ نظر ايندڙ ڪاري جامڙي جسم ۾ تبديل ٿي ويندو. اهڙي سڄي عمل کي مڪمل ٿيڻ ۾ ڪجهه بلين سال لڳي ويندا. تنهنڪري اهو چئي سگهي ٿو ته سج جي وجود جي حوالي سان ايندڙ ڪيترن اربين سالن تائين انسان ذات جي وجود کي اجا ڪو لهر لوڏو ڪونهي. جڏهن ته ٻين قسمن جي شامتن ۽ آفتن لاءِ چئي نه ٿو سگهجي.

آڳاٽي دور ۾ سج، انساني ڏندڪٿائن، وهمن ۽ عقيدن جو مرڪز رهيو آهي. جيتوڻيڪ ان جي سڃاڻپ جا زاويا مختلف هئا. اوائلي انسان جي خوف، بيچيني ۽ اضطراب جڏهن مذهبن، عقيدن ۽ وهمن کي جنم ڏنو ته اوائلي انسان پنهنجا عقيدا انهن شين سان منسوب ڪري ڇڏيا. اڻ سڌريل انسانن جي عقيدي جو محور سج ڪڏهن ٿيو، ان بابت تاريخ جا ماهر چون ٿا ته شايد اهو ان وقت ٿيو، جڏهن پوکي راهيءَ يا زرعي دور، شڪاري دور جي جاءِ والاري. سج جي سفر تي فصل جي پوکائيءَ ۽ لاباري جون موسمون طئي ٿيون ۽ گرميءَ کي زمين جي زرخيزيءَ طور تسليم ڪيو ويو. تڏهن سج جي ڪرڻن مان زرخيز ٿيندڙ زمين، انهن لاءِ 'ديوي' بڻجي وئي ۽ انسان هن عظيم گولي (سج) کي سمورن شين جي پيءُ جي حيثيت سان پوڄڻ شروع ڪيو. ان سادي شروعات سان سج جي پوڄا قديم انسانن جي عقيدن ۾ شامل ٿي وئي ۽ پوءِ جا ڪيترا ديوتا رڳو ان سج مان نڪتل هئا. وچئين دور ۾ سج جي پوڄا جي نشاني صوفين جي مٿن تي رکيل نوراني تاج هئي. ويجهڙائيءَ واري دور ۾ به جپان جي بادشاهه کي ان جي رعيت سج ديوتا جي جسم جو حصو سمجهيو ٿي. سج جي پوڄا زراشترين جو بنيادي عقيدو آهي. هندو ڌرم ۾ به سج جي پوڄا جو تصور موجود آهي.

سج سان اها نسبت رڳو زرعي مفاد تائين محدود نه رهي، پر سج جي اڀرڻ، لهڻ ۽ ڏينهن ۽ رات جي چڪر به اڻ سڌريل انسانن وٽ وسوسن جي صورت اختيار ڪئي ۽ ان توهم پرستيءَ جو سلسلو انساني تاريخ ۾ هزارن سالن تي محيط آهي. اڄ دنيا جي غير ترقي يافته ۽ پسمانده خطن ۾ سج سان منسوب اهڙيون انيڪ ڏندڪٿائون موجود آهن.

گهڻو وقت پوءِ جڏهن انسان مذهبي فڪر ۾ گهڻي ترقي ڪئي ۽ ڪيترن مذهبن جي آمد ڪانپوءِ توهم پرستيءَ جي شعور ۾ ڪجهه گهٽتائي آئي، ته به سج پنهنجي پيل علائقن جي ماڻهن جي زندگيءَ جو اهم جزو ٿي رهيو اهي علائقا، جتي جديد ترقي ۽ آسائش جي رسائي ناممڪن هئي، اتي ماڻهن جي عام زندگيءَ جو وهنوار سج تي هلندو هو ۽ اجا به ٻهراڙين ۾ اهو رواج موجود آهي. ماڻهو سج جي اڀرڻ، لهڻ ۽ سج جي پاڇن جي مدد سان اندازو لڳائي پنهنجي ڪم ڪار ۽ عبادتن جا وقت مقرر ڪندا هئا. هن وٽ وقت يا پهر جاڻڻ جو واحد ذريعو سج هو. انهن انسانن جي ان شعور ئي ان سان موسمن جو اندازو لڳائڻ شروع ڪيو.

مجموعي طور انسان جي تهذيب جي ڏندڪٿائي تاريخ ۾ سج هڪ اهم جز رهيو آهي. ان کان سواءِ ان جي پوڄا کان وٺي مختلف تصورن تائين ان جي هڪ ثقافتي اهميت پڻ رهي آهي.

اڄ به ٻهراڙين ۾ ماڻهو پهاڪن، چوڻين يا اصطلاحن ۾ مختلف علامتن طور سج جو استعمال ڪندا آهن. اسان وٽ سنڌيءَ ۾ 'سج' جي حوالي سان جيڪي پهاڪا، اصطلاح يا چوڻيون عام آهن، تن جو ڪجهه ذڪر ڪجي ٿو:

- سج ٻڏڻ: سج لهڻ
- سج ٻن سُئين ۾ هجڻ: پوري منجهند هجڻ، ٺاڪ منجهند هجڻ
- سج تريءَ هينان لڪائڻ: کليل يا پڌري ڳالهه کي لڪائڻ جي اجائي ڪوشش ڪرڻ
- سج چنڊ وانگر نڪرڻ: مقرر وقت تي ظاهر ٿيڻ
- سج سان: صبح جو، سج اڀرڻ ٿي وقت
- سج ڪاپار تي اچڻ: منجهند ٿيڻ
- سج لهڻ: گلارو ٿيڻ، بي مانو ٿيڻ، بيڪار ٿيڻ.
- سج ڏي ٿُڪڻ: حقيقت کان منهن موڙڻ، حقيقت کان اجايو انڪار ڪرڻ.
- هڪ سج ٻه پاڇا: حالتن جو ٻن مختلف رخن ۾ تبديل ٿيڻ.
- سج اولهه کان اڀرڻ: اڻ ٿيڻيءَ جو ٿيڻ.

**سجاد حسين قريشي، مخدوم:** تاريخي شهر ملتان جي نامور بزرگ بهاؤالدين زڪريا جي اولاد مان مخدوم سجاد حسين قريشي، درگاهه بهاؤالدين زڪريا جو گادي نشين ۽ ملڪي تاريخ جو نامور سياستدان ٿي گذريو آهي. مخدوم صاحب، 24 سيپٽمبر 1923ع تي پيدا ٿيو. هو سنو تعليم يافته ۽ بااخلاق انسان هو. سرائيڪي سندس مادري زبان هئي، پر سنڌي ۽ انگريزيءَ تي به عبور رکندو هو.



مخدوم صاحب جو ابتدا کان وٺي سياسي تعلق مسلم ليگ سان رهيو. 1962ع ۾ مسلم ليگ جي پليٽفارم تان چونڊ وڙهيو ۽ ڪامياب ٿيو ۽ 1970ع وارين چونڊن ۾ ڪامياب نه ٿي سگهيو. 1977ع وارين چونڊن ۾ پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي چونڊ وڙهيو ۽ ڪامياب ٿيو. جڏهن جنرل ضياءُ الحق جو دور آيو ته مخدوم سجاد حسين قريشي، مجلس شوريٰ جو رڪن، سينيٽ جو ڊپٽي چيئرمئن ۽ بعد ۾ پنجاب جو گورنر بڻيو. سجاد حسين قريشي غوثيه جماعت جو سربراهه به هو، جنهن جا مريد سڄيءَ سنڌ (خاص ڪري ٿرواري علائقي)، پنجاب جي سرائيڪي حصي ۾ گهڻي ڀاڱي، هندستان ۽ ڪجهه افغانستان ۾ به آهن. سندس وفات 23 جنوري 1998ع تي ٿي، سندس مزار به درگاهه غوث بهاؤالدين ذڪريا جي درگاهه ۾ آهي.

مخدوم صاحب پونيرن ۾ ٻه پٽ مخدوم شاهه محمود قريشي ۽ مخدوم مريد حسين قريشي ڇڏيا آهن. جن مان شاهه محمود قريشي درگاهه جو گادي نشين به آهي، ته ڊگهي عرصي تائين پيپلز پارٽيءَ جو اهم ليڊر به رهيو ۽ ڪجهه وقت پيپلز پارٽيءَ جي سرڪار ۾ پرڏيهي وزير پڻ رهيو. اڳتي هلي پ پ سان اختلاف ڪري 'پاڪستان تحريڪ انصاف' ۾ شامل ٿيو ۽ هن وقت ان پارٽيءَ جو مرڪزي وائيس چيئرمين آهي.

**سجاد علي شاهه، جسٽس**: قانوني ماهر ۽ پاڪستان سپريم ڪورٽ جو اڳوڻو چيف جسٽس (رٽائرڊ) سيد سجاد علي شاهه، 17 فبروري 1933ع تي ڪراچيءَ ۾ پيدا ٿيو. سندس تعلق ڪراچيءَ جي قديم وستي لياريءَ سان آهي. 1951ع ۾ مئٽرڪ ۽ 1956ع ۾ گرئجوئيشن ڪيائين. 1959ع ۾ دنيا جي اعلىٰ تعليمي اداري لنڪنز اِن، لنڊن مان قانون جي ڊگري حاصل ڪيائين. 1960ع ۾ سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ ايڊووڪيٽ جي حيثيت سان عملي زندگيءَ ۾ پير پاتائين. 1963ع ۾ ٿي سندس مقرري ڊسٽرڪٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر طور ڪراچيءَ ۾ ٿي. 1967ع ۾ ڊسٽرڪٽ سيشن جج ٿيو. ون يونٽ دوران سندس نوڪري پنجاب جي مختلف ضلعن ۾ رهي، جڏهن ون يونٽ ختم ٿيو. تڏهن سنڌ ۾ آيو. 1974ع ۾ وفاقي قانون واري وزارت جي جوائنٽ سيڪريٽريءَ واري عهدي تي فائز رهيو. 1977ع ۾ سپريم ڪورٽ آف پاڪستان ۾ رجسٽرار مقرر ٿيو. 1978ع ۾ سنڌ هاءِ ڪورٽ جو جج ٿيو.



سجاد علي شاهه جج هجڻ سان گڏوگڏ چيئرمين اليڪشن اٿارٽيءَ جي اضافي چارج به ورتي، جڏهن ته چيئرمين اسپيشل ڪورٽس ۽ چيئرمين اپيليٽ ڪورٽس (ڪمشنر) جا عهدا به کيس ڏنا ويا. هو مهراڻ يونيورسٽي آف انجنيئرنگ ڄامشوري جي سينڊيڪيٽ ۽ سينيٽ جو ميمبر ۽ آغا خان يونيورسٽيءَ جي بورڊ جو ميمبر آف ٽرسٽيز به رهيو. سجاد علي شاهه، 1989ع ۾ سنڌ هاءِ ڪورٽ جو وقتي چيف جسٽس رهڻ کانپوءِ ساڳئي ئي سال انهيءَ عهدي تي مقرر ڪيو ويو. 1992ع ۾ سپريم ڪورٽ جو جج بڻيو ۽ 1994ع ۾ چيف جسٽس آف پاڪستان جو عهدو ماڻيائين. سجاد علي شاهه، پاڪستان لا ڪميشن جو سربراهه، پاڪستان جوڊيشنل اڪيڊميءَ جو چيئرمين ۽ سپريم ڪورٽ جوڊيشنل ڪائونسل جو چيئرمين به رهيو. هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهي ٿو.

**سجاد مهر**: ڪالم نگار ۽ شاعر سجاد مهر جو اصل نالو الهورايو ولد شمس الدين مهر آهي. سندس جنم 30 مئي 1969ع تي شڪارپور شهر ۾ ٿيو. هيءُ ايم. اي (پوليٽيڪل سائنس)، ايم. اي (انگلش) ۽ ايم. ايڊ آهي ۽ پيشي جي لحاظ کان پرائمري استاد آهي. سجاد مهر لکڻ جي شروعات 1986ع کان ڪئي، شروع ۾ سندس لاڙو شاعريءَ طرف هو ۽ سندس شاعري مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندي رهي، بعد ۾ اديب ۽ صحافي اعجاز منگيءَ جي صحبت ۾ اچي نثر لکڻ شروع ڪيائين.



سندس همعصر ڪالم نگارن ۾ اشفاق آذر ۽ عديل مهر شامل آهن. سجاد مهر سنڌ جي سياسي، سماجي مسئلن ۽ بين الاقوامي معاملن تي ڪالم لکندو رهي ٿو. سندس ڪالم روزاني سنڌي اخبارن ڪاوش، ڪوشش، سوڀ، عوامي آواز اخبارن ۾ ڇپجندا رهيا آهن. سنڌي ادبي سنگت، شڪارپور جو سيڪريٽري ۽ ميمبر به رهي چڪو آهي. کيس ادبي خدمتن عيوض ڪيترا اوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ به مليل آهن.

**سجاد ميراڻي**: سنڌ جي نامياري شاعر سجاد ميراڻيءَ جو اصل نالو غلام حسين ولد علي بخش ميراڻي آهي. سندس جنم پهرين مارچ 1956ع تي خيرپور ضلعي جي تاريخي شهر پريالوءِ ۾ ٿيو. تعليم جي لحاظ کان ايم. اي (سنڌي ادب) ۽ ايم. ايڊ آهي. تعليم کاتي ۾ استاد آهي. سجاد ڪيترا پيرا سنڌي ادبي سنگت، ضلعي خيرپورميرس جو ضلعي رابطا سيڪريٽري ۽ مرڪزي عهديدار به رهي چڪو آهي. سنڌي ٻوليءَ جو پختو شاعر آهي.



هن شاعريءَ جي لڳ ڀڳ سمورين صنفن کي اظهار جو ذريعو بڻايو آهي.، پر غزل ۽ خاص طور وائيءَ تي عبور رکي ٿو. سندس شاعري سادي اظهار، آسان لفظن ۽ مترنم لهجي جو مرڪب آهي. سجاد ميراڻيءَ جي شاعريءَ جا ٽي ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن: (1) 'دلدار وڏي شيءِ آ' (2005ع)، (2) 'مان تنهنجو هان' (2010ع) ۽ (3) 'جيءُ جياريو جن' (2011ع) شامل آهن. کيس ادبي خدمتن تي 'سچل اوارڊ'، 'حامي اوارڊ'، 'سليم ڳاڙهوي اوارڊ'، 'مولانا عبدالله چانڊيو اوارڊ'، 'مخدوم اسماعيل پريالوئي اوارڊ'، 'سرمد سنڌي اوارڊ' ۽ ڪيترا سرٽيفڪيٽ ملي چڪا آهن.

**سجادو** (Sunhemp): هي وڻ ڪانگٽيءَ جي وڻ جيڏو ٿيندو آهي، جيڪو فصلن سان گڏ پاڻيءَ تي پيدا ٿيندو آهي. هن جون شاخون ڊگهيون، لڪڻ وانگر ٿيندون آهن، جن مان تندون نڪرنديون آهن.



حڪيمن موجب سجادي جون پاڙون گهوٽي پيارڻ سان بواسير جي رت جي گهٽائيءَ کي روڪي سگهبو آهي. ڦڦڙن جي بيماريءَ ۾ بہ فائدو ڪندو آهي. پيشاب جاري ڪري ٿو. مثاني جي پٿري، مثاني جي ڦٽ ۽ جگر جي گرميءَ لاءِ مفيد آهي. هن جي پاڻيءَ جون گرڙيون ڪرائجن تہ ڏندن جي سُور کي لاهي ٿو.

**سجاد يوسف:** راڳي سجاد يوسف ولد لونگ فقير 24 ڊسمبر 1959ع تي حيدرآباد ۾ ڄائو. ڪيس موسيقي ورثي ۾ مِلي آهي. سندس وڏو ڀاءُ محمد يوسف، سنڌ جو ناليوارو فنڪار



ٿي گذريو آهي، جنهن پنهنجي راڳداريءَ جي فن وسيلي دنيا ۾ ناماچاري حاصل ڪئي آهي. سجاد يوسف، موسيقيءَ جي سکيا پنهنجي ڀاءُ محمد يوسف کان حاصل ڪئي، هن موسيقيءَ جي ميدان ۾ پاڪستان کان سواءِ ٻاهر بہ نالو ڪمايو آهي. ضياءُ الحق جي مارشلا واري دور ۾ سجاد يوسف پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي حمايت ۾ هڪ آڊيو البم ڪڍيو هو. جنهن جي موسيقي استاد لعل بخش ٻوڙر مرحوم ڏني هئي. هن ڪئسٽ جا گانا ڪافي مقبول ٿيا.

سجاد يوسف ڪيترين ڪئسيٽ ڪمپنين لاءِ ڳايو آهي، هن اڪيلي سر ڳائڻ ڪانسواءِ حميرا چنا، ثمينہ ڪنول، ديبا سحر ۽ ديبا ڪنول سان دوگانا بہ ڳايا آهن. هن سنڌي فلمن لاءِ گانا بہ رڪارڊ ڪرايا آهن، جن جا موسيقار ماسٽر غلام علي، استاد فيروز گل ۽ ماسٽر بابر علي هئا.

سجاد يوسف 2010ع ڌاري ملڪ جي مشهور موسيقار قمرالله دتہ کان شاگرديءَ جو ڳانو ٻڌرايو. هو 'سنڌ راڳي ويلفيئر ايسوسيئيشن' جو نائب صدر آهي. سندس ڀاڻيجو ضامن علي بہ سنڌي گائڪيءَ ۾ مقبول آهي ۽ سجاد جي فرزند فرحان يوسف بہ گائيڪيءَ جي ميدان ۾ پير پاتو آهي.

**سجاڳي** (هفتيوار): سجاڳي اخبار، 1937ع ۾ مسٽر نرسي مل جي ايڊيٽريءَ ۾ جاري ٿي. سن 1947ع تائين ڏهہ سال نڪرڻ ڪانپوءِ بند ٿي وئي.

**سجاڳيءَ جو سڏ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي نالي وارن محققن، اديبن جي مضمونن، تبصرن ۽ خطن تي مشتمل آهي، جنهن کي نوجوان




اديب ۽ ليکڪ سردار پيي سهيڙي روضي ڌڻي پبليڪيشن عمرڪوٽ مان 2010ع ۾ شايع ڪرايو. هن ڪتاب جي شروع ۾ پير پاڳاري شاهہ مردان شاهہ (ثاني) جو 2 فيبروري 2010ع تي درگاهہ شريف پير جو ڳوٺ ۾ حر جماعت ۾ ننڍپڻ جي شادين، ناپسند ۽ بي جوڙ رشتن وغيره تي ڪيل خطاب ڏنو ويو آهي، ان کان سواءِ مضمون، تبصرا ۽ خط شايع ڪيا ويا آهن. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر بلوچ ۽ اياز گل کان سواءِ سائيڪو کن اديبن جا مضمون ڏنا ويا آهن ۽ پنج اردو مضمون بہ شامل آهن. 228 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 200 رپيا آهي.

**سج الائي ڪٿي ڪري پيو** (ڪتاب): هي هند جي سنڌي شاعرِ ومي سدارنگاڻيءَ جي ڪوتائن (شاعريءَ) جو ٻيو نمبر مجموعو آهي، جيڪو هن پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ کي هنن لفظن ۾ ارپيو آهي: "منڙي ماءُ کي، جنهن سنڌيءَ ۾ پهريون پيار ڏنو ۽ پياري بابا کي، جنهن پڙهڻ لاءِ چاهہ وڌايو."



ڪتاب ۾ وِميءَ جون 42 ڪوتائون شامل آهن، جيڪي فڪري طور سگهاريون ۽ منفرد لهجي جون اَڇت ڪِوتائون آهن، جن ۾ خاص ڪري عورت جي دکن ۽ پيڙائن جا حقيقي روپ بيان ڪيا ويا آهن. هن ڪرائون سائيز جي پڪي جلد تي مشتمل ڪتاب کي ڪتاب ڪي ويا پبليڪيشن، آديپور (ڪڇ) ڀارت، 2004ع ۾ شايع ڪيو ويو آهي ۽ ان جي قيمت 80 روپيا آهي.

**سجائي موڙي** (ناٽڪ): محمد عثمان ڊيپلائيءَ جو تعليم ۽ عملدارن جي ذميوارين بابت هي ناٽڪ، 22 صفحن تي مشتمل هو. جنهن جو پهريون ايڊيشن 1940ع ۾، ٻيو ايڊيشن 1949ع، اسلاميہ پرنٽنگ پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو ۽ ان جي قيمت 0-4-0 آنا هئي. 1985ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ طرفان ڇپايل ڊرامن جي مجموعي 'ناٽڪ' ۾ هي ڊرامو شامل آهي.

**سِجُ تريءَ هيٺان** (ڪتاب): هي ڪتاب، سنڌ جي برک ۽ سُريلي (Lyrical) شاعر تنوير عباسيءَ جي شاعريءَ جو مجموعو آهي. ڪتاب جو




مهاڳ، ناميارو شاعرَ امداد حسينيءَ 'ڪوتا مارڳ- پٿون پير' عنوان سان لکيو آهي. هو لکي ٿو تہ: "ڪوتا- مارڳ تي پٿون پيرن سان هلندي، رندن مٿي رت هاڻا پيرا ڇڏيندي، تنوير ڳچ ڊگھ لتاڙي آيو آهي. 'جوت جلندي رهي' کان 'اجا بہ جاڳندا رهو' (شعرن) تائين، اُنهيءَ اونداهيءَ کان روشنيءَ ڏانهن واري سفر ۾، جڏهن تہ تنوير جا ڪيترا ساٿاري يا تہ موٽي ويا آهن يا ماڳهين ڊگھ ڀُلجي ويا آهن، تڏهن تنوير نہ رُڳو ٿڪو ناهي، پر وڪ وڌائي رکڻ وارو اُتساهہ ڀريو لهجو ڪٽي آيو آهي- ۽ اُها اُتساهہ ڪ ڌارا 'رڳون ٿيون رباب' ۽ 'شعر' کان ويندي 'سج تريءَ هيٺان' تائين ڦهلي پئي آهي."

ڊيمي سائيز، 112 صفحن ۽ نامور آرٽسٽ فتاح هاليپوٽي جي خوبصورت ٽائيٽل وارو هيءُ ڪتاب، نذر سنز (لميٽڊ)، ڪوٽڙي والا چيمبرس، هوش محمد روڊ، حيدرآباد، 1977ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ڪچي جلد سان ڪتاب جي قيمت 10 روپيا ۽ پڪي جلد سان 15 روپيا آهي.

**سجدو:** اسلامي عقيدي موجب ذات حقيقيءَ آڏو عاجزي ڏيکارڻ جو عمل، جيڪو نماز پڙهڻ دوران ادا ڪيو وڃي ٿو. سجدي ۾ خاص انداز سان جُهڪي، نرڙ ۽ نڪ کي زمين تي رکبو آهي. سجدو، نماز جو ضروري حصو آهي. هر سجدي ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽي ڀيرا تسبيح (سُبحَانَ رَبيَ الاعلىٰ) پڙهڻ. سجدي ۾ وڃڻ وقت ٻئي گوڏا پيچي رب ڏانهن رجوع ڪرڻ، ٻئي هٿ ٻنهي ڪنن جي ويجهو ان انداز ۾ رکڻ، جيئن مُنهن ٻنهي هٿن جي



وچ ۾ هجي ۽ سجدي ۾ نڪ ۽ نرڙ (مٿو) زمين تي رکيل هجن. ٻئي هٿ پاسن کان ۽ ٻئي ٻانهون پيٽ کان ڏيئي پيٽ رانن کان جدا رکبو آهي، جڏهن ته پيرن جي آڱرين جو قبلي ڏانهن هجڻ ضروري هوندو آهي.

سجدو صرف الله تعالىٰ جي حضور ۾ ڪرڻ جائز آهي. خدا کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي سجدو ڪرڻ حرام آهي.

قرآن مجيد جي ٻن سورتن جا نالا به 'حٰمۤ سجده' ۽ 'الۤمۤ سجده' آهن. ابليس ڪانسواءِ سمورن فرشتن، حضرت آدم عليه السلام کي الله تعالىٰ جي حڪم سان سجدو ڪيو هو. ان کان سواءِ حضرت يوسف عليه السلام جي ڀائرن به حضرت يوسف کي الله تعالىٰ جي مرضيءَ موجب سجدو ڪري پنهنجيءَ خطا جي معافي گهري هئي ۽ يوسف عليه السلام ڪين معاف ڪري ڇڏيو هو.

**سهوَ جو سجدو:** يعني ڀُل چُڪ جو سجدو. رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جي حديث آهي ته: "توهان جي نمازن ۾ شيطان اچي شڪ وجهندو آهي، ايستائين جو اوهان رڪعتون وساري ڇڏيو ٿا، تنهنڪري جڏهن به ائين ٿئي ته اوهان (نماز ۾) ويٺي به سجدا ڏيو (متفق عليه)، جيڪڏهن نماز پڙهندي ڪو واجب يا ڪيترا واجب رهجي وڃن يا انهن جي ترتيب بگڙجي وڃي. ڪو فرض وڌي وڃي يا وري سوچيندي خيالن ۾ ايترو وقت ٿي وڃي، جوان مدت ۾ ٽي تسبيحون پڙهي سگهجن يا چئن رڪعتن واري نماز پڙهندي پهريون تشهد ٻه دفعا پڙهجي وڃي يا ان سان درود شريف ملائڻ لڳي وڃجي ته سَهو جو سجدو ڪرڻ واجب ٿي وڃي ٿو جيڪڏهن اهو سجدو نه ڪيو ويو ته نماز مڪمل نه ٿيندي. سهوَ جي سجدي ڏيڻ جو طريقو هي آهي ته نماز جي آخري قعدي ۾ صرف تشهد پڙهي سڄي پاسي سلام ورائي ٻه سجدا (سهوَجا) ڏئي وري قعدي ۾ وڃي وري تشهد، درود ۽ دعا پڙهي پوءِ سلام ورائي نماز مڪمل ڪجي، جيڪڏهن نماز جماعت سان آهي ۽ امام کي سَهو پئجي ويو ته مقتدين تي به سَهو جو سجدو لازم ٿي پوندو. پر جيڪڏهن ڪنهن مقتديءَ تي سَهو لازم ٿيو ته ٻيءَ جماعت تي اهو سهو نه پوندو."

**شُڪر جو سجدو:** هن سجدي مان مراد آهي، ڪنهن خوشيءَ يا نعمت جي حاصل ٿيڻ سان ڏاڍي سگهوري جي حضور ۾ شڪر جو سجدو ڏيڻ. حضرت ابوبڪر صديق رضہ کان روايت آهي ته حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جن کي جڏهن به ڪا خوشي حاصل ٿيندي هئي يا ڪو به ڪم سندن خوشيءَ جو سبب بڻجندو هو ته پاڻ جلدي سجدي ۾ وڃي الله تعالىٰ جو شڪريو ادا ڪندا هئا. هڪڙي ڀيري پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وسلم جن حضرت علي عليه سلام کي دين جي اشاعت لاءِ يمن اماڻيو. جڏهن حضرت علي عليه سلام يمن وارن جي مسلمان ٿيڻ جي خبر ڪين پهچائي تڏهن پاڻ گهڻا خوش ٿيا ۽ شڪر جو سجدو ڏنائون.

**تلاوت جو سجدو:** هي هڪ اسلامي اصطلاح آهي. قرآن مجيد جو دؤر ڪرڻ وقت چوڏهن اهڙا هنڌ اچن ٿا، جن مان هر هڪ کي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ واري هر مسلمان تي هڪ سجدو ڪرڻ واجب ٿي ويندو آهي، توڙي جو سجدي واري سڄي آيت پڙهي يا ٻڌي وڃي يا فقط سجدي واجب ٿيڻ واري لفظ کي اڳيئين يا پوئين لفظ سان ملائي پڙهيو يا ٻڌو وڃي. توڙي اها سجدي واري آيت نماز ۾ پڙهي وڃي يا نماز کان ٻاهر، هر حالت ۾ سجدو واجب ٿيندو.

**تلاوت جي سجدي جون جايون:** قرآن شريف ۾ اُهي آيتون، جن جي پڙهڻ يا ٻُڌڻ سان هر مسلمان تي سجدو واجب ٿيندو آهي، سي چوڏهن (14) هيٺين سورتن ۾ آهن: (1) سورة الاعراف، آيت نمبر: 206، (2) سورة الرعد، آيت نمبر: 15، (3) سورة النحل، آيت نمبر: 49-50، (4) سورة بني اسرائيل، آيت نمبر: 109، (5) سورة مريم، آيت نمبر: 58، (6) سورة الحج، آيت نمبر: 18، (7) سورة الفرقان، آيت نمبر: 60، (8) سورة النمل، آيت نمبر: 26-25، (9) سورة السجده، آيت نمبر: 15، (10) سورة ص، آيت نمبر: 24، (11) سورة حٰمۤ السجده، آيت نمبر: 38، (12) سورة النجم، آيت نمبر: 62، (13) سورة انشقاق، آيت نمبر: 21-20، (14) سورة العلق، آيت نمبر: 19.

**سجدو اداس آ (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليواري استاد شاعر پيرل قنبر جي شاعريءَ تي مشتمل آهي، هن ڪتاب ۾ حمد، نعت، غزل، گيت، نظم، ڪافيون، وايون ۽ چوسٽا شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ سنڌ جي ناليواري شاعر تاجل بيوس 'پيرل قنبر جي روح جو آبشار' جي سري سان لکيو آهي. جڏهن ته نامور شاعرن راشد مورائي، سرمد چانڊيو، عبدالغفار تبسم، مولابخش سومري، جنيد سومري، ڪوڙل قربدار ۽ ٻين جا رايا پڻ شامل آهن.



ڪتاب ۾ استاد پيرل قمبر ۽ سندس خاندان جون يادگار تصويرون پڻ شامل آهن. هن ڪتاب ۾ پنهنجي پاران 'پيرل قمبر ادبي سنگت' جي مرڪزي صدر سيد عبدالله شاهه، اطهر لکيو آهي. هيءُ ڪتاب گهڻو ڪري غزل تي آڌاريل آهي.

256 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي ڪچي جلد جي قيمت 130 ۽ پڪي جلد جي قيمت 200 روپيا آهي. هيءُ ڪتاب پيرل قنبر ادبي سنگت شهدادڪوٽ پاران نومبر 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

**سجده** (سورة): هيءُ قرآن مجيد جي ٻٽيهين سورة آهي، جنهن ۾ ڪل ٽيهه آيتون آهن، جن مان سورهين (16) کان ويهين (20) آيتن کانسواءِ ٻيون سڀ مڪي آهن. هن سورة ۾ ٽي رڪوع آهن. هي 'الم' حروف مقطعات سان شروع ٿيڻ واري آخري سورة آهي. گهڻن مفسرن مضمون جي لحاظ سان هن کان اڳ واري سورة لقمان سان گهڻي پاڳي هڪجهڙائي ٻڌائي آهي. سورة السجده جي مضمون ۾ سڀ کان اول رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي رسالت ۽ قرآن مجيد جو الله تعاليٰ طرفان هجڻ جو بيان ملي ٿو. ان کانپوءِ حشر سان گڏ انساني تخليق ۽ ان جي زندگيءَ جي مختلف مرحلن جو ذڪر ملي ٿو. هن سورة جي آخر ۾ ڪافرن جي شڪ ۽ شبهن جو بيان ڪندي انهن جي رسوائي ۽ ايمان وارن جي خوشيءَ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. هن سورة بابت ڪيئي حديثون به بيان ٿيل آهن. هڪ حديث ۾ پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ٻڌايو ته پاڻ اُن وقت تائين نه تا سمهن، جيستائين سورة السجده ۽ سورت الملڪ جي تلاوت نه تا ڪري وٺن (روح المعاني).
هن سورة جي ختم ٿيندڙ ڪلام تي نبي پاڪ صلي الله عليه وسلم جن کي مخاطب ٿي فرمايو ويو آهي ته: "هي ماڻهو اوهان جون ڳالهيون ٻڌي، مذاق ڪندي اوهان کان پڇن ٿا ته اي حضرت اها فيصلو ڪندڙ فتح اوهان کي ڪڏهن ملندي، ڪا تاريخ ته ٻڌايو؟" اوهان انهن کي ٻڌايو ته "جڏهن توهان ۽ اسان جي فيصلي جو وقت اچي ويو ته پوءِ ان وقت منهنجي ڳالهين کي مڃڻ جو توهان کي ڪو به فائدو نه ٿيندو. مڃڻوا ٿو ته هاڻي مڃو نه ته آخري فيصلي جو ويهي انتظار ڪريو."

**سچاڻ جون سمرتيون** (ڪتاب): نامور ليکڪا ريتا شهاڻيءَ جو هي ڪتاب سندس چاچي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي برڪ عالم، ناٽڪ ڪار، شاعر ۽ محقق منگهارام ملڪاڻيءَ جي سمرتين (يادگيرين) تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ ريتا شهاڻيءَ، پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ سان گڏ گذاريل ڪجهه ڏينهن جو چٽ چٽيو آهي. ڪتاب ۾ چاچي پائيٽيءَ واري سنهند سبب سياويڪ طور ملڪاڻي صاحب ۽ ريتا شهاڻيءَ جي گهرو حالتن جو عڪس به موجود آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌي ادب جي هن عظيم



هستيءَ جا ڪي نوان رخ به پسايا ويا آهن ۽ سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان حقيقتون پيش ڪيون ويون آهن. ڪتاب جو مهاڳ ريتا شهاڻيءَ خود لکيو آهي، جڏهن ته ڪتاب بابت نارائڻ ڀارتيءَ مختصر نوٽ لکيو آهي.
ڊيمي سائيز جي 98 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب کي سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن الهاس نگر، 1990ع ۾ ڇپايو آهي، جنهن جي قيمت 30 روپيا آهي.




هن ڪتاب جو ٻيو سڌاريل ڇاپو، ڊاڪٽر غلام محمد لاکي جي تفصيلي مهاڳ سان، سنڌ ۾ ڪويتا پبلشرز، حيدرآباد طرفان موهن مدهوش، 2006ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جيڪو ڊيمي سائيز جي 118 صفحن تي مشتمل آهي ۽ ان جي قيمت 120 روپيا آهي. هن ٻئي ڇاپي ۾ ريتا شهاڻيءَ خاندان جون رنگين تصويرون به شامل ڪيون آهن ۽ ڪتاب ۾ برک دانشور ۽ ترقي پسند اديب ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جا تاثرات به شامل ڪيا ويا آهن.

**سچڻ ابڙو** (ديهه): تعلقي رتيديري ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ مياڻي آچر فقير، پند پنيور ۽ سچڻ لباڻي نالي تي ڳوٺ شامل آهن.

**سچڻ جو پار** (ديهه): تعلقي ڇاچري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

فتح جو پار، ڪانيو جي ويري، واگهو گجو لڏاڪر، ڪٻڙي، سچڻ پار، پريي جي پار، سوجاڪري، لاڪيٽو ٻيراڻي ۽ ڏڙاڪڙ.

**سچڻ سنڌي**: قومي گيت ڳائيندڙ ناميارو راڳي، سچڻ سنڌيءَ جو اصل نالو قربان علي ولد غلام رسول اعوان آهي. سندس جنم 17 جولاءِ



1952ع تي، موهن جي دڙي ويجهو ڏوڪري تعلقي، ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ڳوٺ ۾ ٿيو. سچڻ سنڌيءَ ايم. اي (پوليٽيڪل سائنس) تائين تعليم حاصل ڪئي، ڪيس ننڍپڻ کان ئي ڳائڻ جو شوق هوندو هو. هن پهريون پيرو رتيديري ۾ اسٽيج تي ڳايو، ان وقت سندس عمر 15 سال هئي ۽ اڳتي هلي هن راڳ جي سکيا استاد گلزار علي خان کان حاصل ڪئي. سچڻ سنڌيءَ جي ڳائڻ جو انداز سادو ۽ سليس آهي. هو قومي گيتن کان سواءِ گيت، غزل ۽ وائي وغيره به تمام سهڻي انداز ۾ ڳائيندو آهي.

سچڻ سنڌيءَ ريڊيو تي پهريون ڀيرو 1990ع ۾ پروگرام 'ڪچهريءَ' ۾ ڳايو. ڪيس ٽيليويزن تي پهريون دفعو پروڊيوسر سميع بلوچ پروگرام 'سُر سنگيت' ۾ ڳارايو.

سچڻ سنڌي حاضر دؤر ۾ ريڊيو، اسٽيج ۽ آڊيو ڪئسٽن جي دنيا جو هاڪارو فنڪار آهي، هيل تائين سندس آواز ۾ 50 کان مٿي آڊيو ڪئسٽون رليز ٿي چڪيون آهن. هن جو قومي تحريڪ سان شروع کان گهرو تعلق رهيو آهي.

سچڻ سنڌي ادب سان به لڳاءُ رکي ٿو. هو سنڌي ادبي سنگت ۽ سنڌ سيپتا سنگت جو سرگرم ميمبر رهيو آهي. سچڻ سنڌيءَ هيل تائين شاهه لطيف ، سچل سرمست، استاد بخاري، راشد مورائي، آسي زميني، عبدالغفار تبسم، مقصود گل، مدهوش پٽو، زخمي چانڊيو، غلام نبي مهيسر ۽ ٻين ڪيترن شاعرن جي شاعري ڳائي آهي. سندس ڳايل ڪلامن ۾: 'آءُ گهڙي ڪن هيٺ لهي آ'، 'تنهنجو حسين خيال'، 'در ضبط جا توڙي'، 'چا قوم تي لڪان مان' بيحد مقبول ٿيا.

سچڻ سنڌي شاعري به ڪندو آهي ۽ ڏوڪريءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**سچڻ قبولائي:** سنڌ جو ناميارو شاعر سچڻ قبولائي ولد الله ڏنو



سرڳاٽي، 25 سيپٽمبر 1934ع تي ڳوٺ ڪوٽ قبوليي، تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. سنڌي فائنل پاس ڪري پرائمري استاد ٿيو. 1950ع کانپوءِ شعر و شاعري شروع ڪيائين. شاعريءَ جي اصلاح ناليواري شاعر دادن فقير ۽ جاڻڻ چن کان ورتائين. مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ 'ياد رفتگان' ۾ لکي ٿو ته: "سچڻ قبولائيءَ شعر جي اصلاح مرحوم دادن فقير ۽ مرحوم جاڻڻ ڪوتائيءَ کان ورتي، سندس ڪلام هر صنف ۾ تمام سٺي اهميت رکي ٿو. خصوصاً نعت ۽ شان اهلبيت ۾ عقيدتمندانه طويل مسدس لکيائين."

سچڻ قبولائيءَ 4 آڪٽوبر 1990ع تي وفات ڪئي، سندس هڪ فرزند 'خاور' قبولائي پڻ ادبي دنيا ۾ پاڻ مڃائي چڪو آهي، سنو شاعر ۽ لاڙڪاڻي جو ريڊيو ڪمپيئر آهي.

**سچاروي، غلام حسين 'مشتاق':** نامور اديب غلام حسين 'مشتاق' سچارويءَ جو پورو نالو غلام حسين ولد رئيس پڌو خان آهي. هي 10 مئي 1937ع تي ڳوٺ شهداد خان برهماڻي، پاٽ شريف، ضلعي دادوءَ ۾ ڄائو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪري، سنڌي فائنل امتيازي نمبرن سان پاس ڪيائين. ان کانپوءِ هن سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد مان ايم. اي (عربي)، ايم. اي (اردو) ۽ ايل. ايل. بي جون سنَدون حاصل ڪيون. هيءُ عربي، فارسيءَ جو عالم، فاضل آهي.



ڏهه سال هاءِ اسڪول ۽ ڪاليجن ۾ استاد رهيو. 1968ع کان 1978ع تائين پاڪستان آرميءَ جي ڪئپٽن جي عهدي تان ميڊيڪل گرائونڊ تي رٽائر ٿيو. انهيءَ دوران فيڊرل ايجوڪيشن منسٽريءَ ۾ اسسٽنٽ ايجوڪيشن ايڊوائيزر ۽ فارين اسٽوڊنٽ ايڊوائيزر طور ڊيپوٽيشن تي ڪم ڪيائين. ڏهه سال ميرپورخاص ۾ فرسٽ ڪلاس اعزازي مئجسٽريٽ رهيو. انهيءَ دوران سنڌ گريجوئيٽ ميرپورخاص، فاران ڪلب انٽرنيشنل ميرپورخاص، لطيف ڪائونسل، روٽري ڪلب ميرپورخاص، ڊسٽرڪٽ ڊس ايبلڊ ۽ ريهيبليٽيشن سينٽر ميرپورخاص ۽ هلال احمر جهڙن ادارن جو صدر ۽ جنرل سيڪريٽري به رهيو. پبلڪ اسڪول ميرپورخاص جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر ۽ ڪيترن سماجي تنظيمن جو ميمبر رهيو. 1988ع کان 1998ع تائين روزاني اخبار 'سرواڻ' جو چيف ايڊيٽر رهيو. 1990ع کان هاءِ ڪورٽ جو وڪيل آهي. هن جي لکيل ڪتابن ۾: 'جام ڪوثر'، 'آب ڪوثر'، 'موتي مٺيادار'، 'اکر اکر عشق'، 'موتي مرجان'، 'گلزار حبيب'، 'سوز سازجا نغما'، 'صحيفه عشق سنڌي' شامل آهن. ان کانسواءِ نثر ۾ 'آداب رسول الله صلي الله عليه وسلم'، 'معراج النبي صلي الله عليه وسلم'، 'حضرت علي عليه السلام جو نظام حڪومت'، 'لوائح جامي جو منظوم ۽ نثري ترجمو'، 'اسلامي تصوف' ڪتاب شامل آهن. ان کانسواءِ هي 'انجمن آفتاب ادب حيدرآباد' جو جنرل سيڪريٽري به آهي.

**سُڄاري ڍنڍ:** ضلعي دادوءَ ۾ ڳوٺ سڄاري پرسان هيءَ ڍنڍ واقع آهي. ڍنڍ جي اوج واري وقت ۾ هتي وڏي مقدار ۾ مڇي ۽ پکين جو شڪار ٿيندو هو. ڪجهه سالن کان پاڻي نه ملڻ سبب هيءَ ڍنڍ خشڪ ٿي وئي آهي.

**سچ ٿا مرد چون (ڪتاب):** هي ڪتاب ناميار ي ليکڪا پوپٽي هيرانندانڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ هن سماج جون ڪافي حقيقتون کولي بيان ڪيون آهن. هن سنڌ مان ورهاڱي جي حادثي ۾ ڏکجي آيل سنڌي اڳواڻن، واپاري ڪلاس ۽ مڊل ڪلاس جي سنڌين جي سماجي چڱاين توڙي پنهنجي سماج، ٻولي ۽ ثقافت سان بي ڌيانيءَ کي کولي بيان ڪيو آهي. هن ڄاڻايو آهي ته سنڌي ٻي گهر ٿيا آهن، پر تعليم حاصل ڪن ٿا، دان ڏين ٿا، نوڪريون ۽ واپار ڪن ٿا، ڏنڌي کي عيب نه ٿا سمجهن، ڪمائي گهر، بلاڪ ۽ ڪالونيون ٺهرائين ٿا، سنڌ ورقي ولايت ۾ ڪمائي، ڪروڙين روپيا دان ڪري اسپتالون، اسڪول ٺهرائين ٿا، عام سماجي براين ۾ قائل نه آهن. باوجود ان جي سنڌين جو نئون نسل، جن کي ماضيءَ جي ڄاڻ نه آهي، سي پڇن ٿا، هو سنڌي ڇوٿا سڏجن؟ ٽي. ويءَ تان سنڌي پروگرام ڇو نه ٿا اچن؟ اسان کي چونڊن وقت ڪابه پارٽي ٽڪيٽ ڇو نه ٿي ڏئي، انهن ۽ اهڙن ٻين سوالن کي آڏو رکي، ڪتاب ۾

پوپٽيءَ بنهه ڪڙا سچ لکيا آهن. جن ۾ قومي اڳواڻن جون سياسي غلطيون، مذهب جي بنياد تي قوم جي ورهاڱي، نصاب ۾ قومي سورمن جي ذڪر نه هئڻ سان گڏ سنڌي ڪانگريس اڳواڻن جي غلط پاليسي، جنهن موجب سنڌي- عربي لپيءَ جي مخالفت، مقامي معاشرت ۾ قومي حيثيت وڃائي شامل ٿيڻ جي صلاح، آئين ۾ سنڌي ٻولي شامل نه ڪرائڻ، گانڌيڌام جي اسڪولن ۾ هندي ميڊيم شروع ڪرائڻ، پائي پرتاب ۽ چوئٿرام جون غلطيون وغيره بيان ڪيون آهن. ڊيمي سائيز جي 102 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، ديپشڪا پبليڪيشن، ممبئيءَ 1999ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 40 روپيا آهي.

**سچ جي ڳولها** (ڪتاب): 'سچ جي ڳولها' (Search of Truth) ٽيڪم سيرو مل مٽائيءَ جو 'تصوف، ويدانت ۽ انسانيت' جي موضوع تي لکيل ڪتاب آهي. ڪتاب ۾ ڏٺيءَ ۾ ايمان، عمل، ايثار، پيار، محبت، پائيچاري، امن ۽ علم بابت آسان ۽ سليس ٻوليءَ ۾ املهه نُڪتا سمايل آهن. ليکڪ لکي ٿو ته، "اسان سنڌي هندن جي نس نس ۾ صوفياڻي تعليم ۽ تربيت سمايل آهي، جنهنڪري اسان هندو سماج ۾ پنهنجي جدا شناخت ۽ حيثيت رکون ٿا. لطيف، سچل ۽ ساميءَ جا انمول ٻول اسان جي رهنمائي ڪن ٿا، جنهنڪري اندر جو آرام ۽ سرير کي سڪون ملي ٿو."



ٽيڪم سيرومل مٽائي

ڪتاب جو پهريون ڇاپو، برلنگٽن آمريڪا مان ڇپائي، ڊسمبر 2001ع ۾ پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 50 روپيا يا 10 ڊالر هئي. ڪتاب جو مهاڳ يدا لکمي جشناڻيءَ لکيو هو.

ساڳئي ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، علي محمد چنا، نصير مرزا کان ايڊٽ ڪرائي، ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد پاران 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي ارپنا ليکڪ پنهنجي ڏاڏي ۽ درويش سرڳواسي جيوترام ويڙهي مل مٽائيءَ جي نالي ڪئي آهي. ٻئي ڇاپي جا ٻه اکر به خود ليکڪ لکيا آهن. جڏهن ته نئين سرايڊيٽنگ ڪانپوءِ مرتب نصير مرزا به ڪتاب تي تفصيلي نوٽ 'هوائون هنگلاج ڏي، ويندي سپ وسار' جي عنوان سان لکيو آهي.




ڪتاب جي نئين ڇاپي ۾ ڪاڪي جيوترام مٽائيءَ بابت محمد ابراهيم جويي، مظهرالحق صديقي، وسيي مل جيوترام مٽائي ۽ سائين راز پيرجا مضمون ۽ تاثر ٻئي حصي طور شامل ڪيا ويا آهن.

هي ٻيو ڇاپو ڊيمي سائيز جي 204 صفحن تي مشتمل آهي ۽ ان جي قيمت 150 روپيا آهي.

**سچ ڏڪ** (راند): هيءَ راند هڪ کان وڌيڪ ٻار کيڏندا آهن. هن راند ۾ ڪائيءَ سان ٻلور جيتري ڪڏ ڪري، جنهن کي 'سچ' چئبو آهي يا ڪو هڪ ٻار ان ڦوڪيل پٽ تي ٻلور رکي ٻيو پير مٿي ڪٽي چوڏاريءَ هڪ ٻه پيرا ڦرندو ته سُچ ٿهي پوندو. پوءِ ڇوڪرا سچ کان ائين. ڏهن قدمن تان هڪ سڌ ۾ بيهي پنهنجو پنهنجو ٻلور ڪاٻي هٿ جي شهادت (ڏسٽي) آڱر، ساڄي هٿ جي وچين آڱر جي وچ ۾ جهلي پاسي کان اڇلائيندا، جنهن جو ٻلور سپ کان وڌيڪ ڪڏ جي ويجهو هوندو اهو پهريان هلندو ۽ جنهن جو ڪڏ کان سپ کان پري هوندو، اهو سپ کان پڇاڙي هلندو. انکانپوءِ هر ٻار پنهنجي ٻلور کي ڪڏ ۾ وجهڻ جي ڪوشش ڪندو جيڪو ٻار ڪڏ کي ويجهو هوندو ۽ سمجهندو ته آئون انهيءَ پنڌ يا فاصلي تان ڪڏ ۾ ٻلور وجهي ويندس ته اهو پهريائين ڪڏ کي ڦوڪيندو. هن راند ۾ ٻار هي محاورا استعمال ڪندا آهن. هڪ پيرو چوندو هي ڪوڙ ۽ ٻلور ڳِل ڏي اڇلائيندو پوءِ ڳِل ۾ پئي يا نه پئي پر اهو ڪوڙ هوندو. وري ٻيهر چوندو هي ٻڌوڙ وري ٻلور ڳِل ڏي اڇلائيندو پوءِ ٻلور ڪڏ ۾ پوي يا نه پوي پر اهو ٻڌوڙ هوندو ۽ آخر ۾ چوندو ته هي 'سَچُ' ۽ ٻلور ڪڏ ڏانهن اڇلائيندو جي ڪڏ ۾ نه پيو ته وري پنهنجي واري اڇلڻ تي ڪڏ ۾ وجهڻ جي ڪوشش ڪندو پر جي سُچ ۾ پئجي ويو ته معنيٰ اهو پڇي ويو ۽ پوءِ اهو ويجهن ٻلورن مان ڪنهن هڪ ٻلور کي ڇٽِيندو. جي ڇٽي ويو ته وري ٻئي ٻلور کي ڇُٽي ويو ته ٽيون ٻلور ڇوٽيندو ۽ ٻيا ڇوڪرا جيڪي ڪچا هوندا سي بچڻ جي ڪوشش به ڪندا ۽ پڪي ڇوڪري جي ٻلور کان پري رهڻ جي ڪوشش پڻ ڪندا. جيڪڏهن پڪل ڇوڪري جو ٻلور ڪڏ جي پرسان پيو هوندو ته ڪچا ڇوڪرا پڪل کي چوندا آهن ته تون واهه تي وڃ يعني ڳِل کان پري ڪا جڳهه مخصوص ڪندا آهن. جنهن کي واهه چوندا آهن ۽ پڪل ڇوڪرو پنهنجو ٻلور ڪٽي واهه (پري) تي وڃي ويهندو آهي. (يعني ٻين کي واه ڏيندو آهي) ۽ پنهنجي واري اچڻ تي اتان ڪنهن ويجهي يا سولي ٻلور کي ڇٽيندو. اهڙيءَ طرح جيڪو پڪل ٻار ٻلور ڇٽي ويندو اهو ٻلور ان جو ٿيو ۽ ائين ٻلورن جو تعداد گهٽ ٿي، ختم ٿي ويندو ۽ راند ٻيهر شروع ڪندا.

**سچ، سونهن ۽ سرهاڻ** (ڪتاب): هي ڪتاب غلام نبي ناشاد جي شاعريءَ جو مجموعو آهي، جنهن ۾ غزل، ڪافيون، گيت، آزاد نظم، ٽيڙو ۽ بيت شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ منار سولنگيءَ ۽ ڪتاب جي بيڪ ٽائيٽل تي ڊاڪٽر منور احمد قريشيءَ ليکڪ جو تعارف لکيو آهي. 112 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سنڌي ادبي سنگت سنڌ طرفان 2006ع ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. جيڪو سنڌي ادبي سنگت جي اشاعتي سلسلي جو پهريون ڪتاب آهي. ڪتاب جي قيمت 100 روپيا ڄاڻايل آهي.



**سچل/ سچل سرمست:** سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جي ٿمورتيءَ (شاهه، سچل ۽ سامي) جو ٻيو عظيم ۽ صوفي شاعر، اناالحق جو پرچارڪ، حضرت سچل سرمست آهي. سچل سرمست جو اصل نالو ميان عبدالوهاب هو. ڪيس پيار مان 'سچل، سچو يا سچيڏنو' سڏيندا هئا. پاڻ پنهنجي سنڌي ڪلام ۾ 'سچو' ۽ 'سچل' تخلص ڪم آندو اٿن، جڏهن ته فارسي شاعريءَ ۾ 'خدائي' ۽ 'آشڪار' تخلص ڪم آڻيندا هئا.



سنڌ جي هن عظيم صوفي شاعر جو جنم 1152ھ مطابق 1739ع ڌاري رياست خيرپور جي تعلقي گمبٽ جي ڳوٺ درازا ۾ ميان صلاح الدين جي گهر ۾ ٿيو. سندس ڏاڏي جو نالو ميان خواجه محمد حافظ المعروف صاحبڏنو فاروقي 'موراڳي' هو. جيڪو پڻ شعر ۽ سخن جو صاحب هو.

سچل سرمست جي جنم بابت ڪن عالمن اختلاف ڏيکاريندي سندس جنم 1170ھ ڄاڻايو آهي، جنهن موجب سندس عمر 72 سال ٿئي ٿي، پر خاندان ۽ اڪثر محققن 1152ھ/ 1739ع کي سندس جنم جو درست سال قرار ڏنو آهي. مشهور شاعر قادر بخش 'بيدل'، جيڪو سچل جو پوئلڳ هو ۽ سچل جي وفات وقت ٻارهن سالن جي عمر جو هو، اُن به سچل سائينءَ جي عمر 90 ورهيه ڄاڻائي آهي:

پانهنجي رائي پرين، 'نوي' ورهيه نروار هوا
پوءِ وصل جي موج ماڻي، ذوق ڪان ذخار هو.

درازا، راڻيپور اسٽيشن ڪان ٻن ميلن جي پنڌ تي، گنبٽ ۽ راڻيپور جي وچ ۾ هڪ دلڪش بستيءَ جي صورت رکي ٿو. هن ڳوٺ/ شهر جي آبادي ۽ قدامت لاءِ تاريخ ۾ ڪا درست ڄاڻ نه ٿي ملي. ته هي ننڍڙو نينهن جو نگر ڪڏهن آباد ٿيو. پر سچل سائينءَ جي پهرئين سوانح نگار ۽ سندس ڪلام عارفانه الهام جي مرتب، مرزا علي قلي بيگ هن ڳوٺ جي جُڙڻ بابت هيئين اُپٽار ڪئي آهي:

"ڪلهوڙن جي دور حڪومت ۾، هن خاندان جي وڏي عزت ٿي، ڪين گنبٽ ۽ راڻيپور جي وچ ۾ جاگيرون مليون. فاروقي فقيرن اهي جاگيرون پنهنجن ٻن خاص مريدن، هر هڪ: 'دراز وندير' ۽ 'ڪاڄن وندير' کي آباد ڪرڻ لاءِ ڏنيون، جن اتي پنهنجا ڳوٺ ٻڌايا. ڪاڄن وندير جو ڳوٺ درازا جي اتر اولهه ۾ هو جيڪو اڳتي هلي ڦٽي ويو. پر درازا وندير جو ڳوٺ، جو پوءِ 'درازا شريف' جي نالي سان مشهور ٿيو اڃ به موجود آهي ۽ درازا جي دلبرانه نالي سان سڏجي ٿو ٿوري عرصي ڪانپوءِ ميان صاحب ڏنو ۽ ٻيا مخدوم به ٻين هنڌن تان لڏي اچي درس درازين داخل ٿيا."

ان حقيقت کي هوبهو سچل سائينءَ جي ٻين سوانح نگارن پڻ بعد ۾ ائين آندو آهي. مادي طرح ڪٿي درازا شريف کي اڏيندڙ فقير دراز وندير هو، پر روحاني طرح درازا کي 'در-راز' (الاهي اسرارن جو دروازو) بنائڻ وارو دولهه، سچل سائينءَ جو جد امجد فقير صاحبڏنو الملقب 'موراڳي' (مور) هو. باقي ان خطي کي ڪا خاص تاريخي ۽ تهذيبي قدامت نه آهي، البت کهڙا ڪجهه پراڻو شهر آهي، جتي مخدوم عبدالرحمان کهڙائي شهيد (شهادت: 1145ھ) جي پڙڏاڏي مخدوم عبدالخالق 1100ھ ڌاري پير پيري ڳوٺ مان لڏي اچي سڪونت اختيار ڪئي هئي.

درازا شهر جو نقشو سرڳواسي جيٺمل پرسرام گلراجاڻيءَ، آگسٽ 1922ع ڌاري ڇپايل ڪتاب 'سچل سرمست' ۾ هن ريت بيان ڪيو آهي:

"خيرپور جي رياست ۾، راڻيپور اسٽيشن ڪان ميل ڪن پري درازن جو ڳوٺ آهي، ڳوٺ جي ٻاهران سچل فقير جو روضو آهي ۽ لاڳو ڪرڙن جو جهنگل آهي. درگاهه سان گڏ سجاده نشين جي جهوني نموني واري اڏيل جڳهه آهي، جنهن سان باغ جو ٽڪر لاڳو آهي. پر ۾ هڪ کوهه وٽن جي هيٺ آهي. چوگرد جهڙيون تهڙيون جهوپڙيون اڏيل آهن، مطلب ته هڪڙا ڪرڻ، ٻيا ڪيڻ، جهوني زماني جي جاءِ ۽ ٻه چار جهوپڙيون، ٻيو اڃو نانءَ الله جو! خلقون ٿيون ماڻهن جون ميلي تي اچن، روز بروز ڳاڻٽا ۽ ٻيا درگاهه جي زيارت ڪرڻ اچن ٿا ۽ گهٽيئي ڪامورا ماڻهو پڻ ويندڙ آهن."

هن وقت درازن جي جاگرافي ۽ محل وقوع تبديل آهي ۽ اڄ درازا هڪ ننڍي شهر جي صورت اختيار ڪري چڪو آهي، جتي سرڪاري عمارتون ۽ ثقافت کاتي سنڌ پاران ٺهرايل آڊيٽوريم وغيره موجود آهن. سچل سائينءَ جي روضي ۽ ان جي آسپاس مسافرخانن وغيره جي پڻ شاندار اڏاوت ٿيل آهي.

حضرت سچل سرمست ڇهن سالن جي عمر جو هو، ته سندس والد وفات ڪئي ۽ سندس مٿي تان پدرانه شفقت جو هٿ دور ٿي ويو. جنهن ڪان پوءِ هو پنهنجي ڏاڏي خواجه محمد حافظ عرف صاحبڏني فاروقيءَ ۽ پنهنجي چاچي ميان عبدالحق جي تربيت هيٺ رهيو.

سچل سرمست جو حسب نسب پنجٽيهين (35) پيڙهيءَ ۾ حضرت عمر بن خطابؓ سان ملي ٿو. سندس خاندان ان ئي نسبت سان پاڻ کي 'فاروقي' سڏائيندو اچي. هن خاندان مان سڀ ڪان پهريائين شيخ شهاب الدين فاروقي، عربن جي دور ۾ سنڌ ۾ آيو ۽ چون ٿا ته سيوهڻ جو گونر رهيو. اڳتي هلي هن خاندان مان به ڀائر: مخدوم ابو سعيد ۽

مخدوم بدرالدين، جيڪي نورالدين جا فرزند هئا، سي 665 هه ڌاري سيوهڻ مان گاگڙي پرڳڻي ۾ لڏي اچي ويٺا. انهن مان مخدوم ابوسعيد جو اولاد لڏي اچي راڻيپور ۾ ويٺو، جن مان قاضي محمد شريف هڪ وڏو عالم ۽ محدث ٿي گذريو آهي. هن خاندان جو ميان احمد فاروقي وڏو مدبر شخص هو، جنهن کي خيرپور جي ميرن وٽ ملازمت ملي، جن سندس خاندان کي گنبٽ ۽ راڻيپور جي وچ تي هڪ وڏي جاگير عطا ڪئي، جنهن جاگير جو انتظام ميان احمد، ٻن پٽرن 'درازا' ۽ 'ڪاجن' کي سونپيو، جن جو ذڪر مٿي ٿي چڪو آهي.



حضرت سچل سرمست ننڍپڻ کان وٺي سدائين سچ ڳالهائيندو هو، ان ڪري مٿس 'سچو' نالو پئجي ويو. ننڍي هوندي ئي سندس طبيعت حق جي طرف مائل هئي. چوڏهن سالن جي ڄمار ۾ فارغ التحصيل ٿيو. گهر توڙي مڪتب ۾ حاصل ڪيل تعليم مان گهڻو ڪجهه پرايائين. ننڍيءَ وهيءَ ۾ روزي نماز ۽ اسلامي حڪمن جي بجاآوري پابنديءَ سان ڪندو هو. ان سان گڏ سندس طبيعت راڳ ڏانهن پڻ مائل هئي. سچل سرمست جيئن جيئن علم ۽ عرفان جون منزلون طئي ڪندو ويو، تيئن تيئن مٿس سرمستيءَ واري ڪيفيت طاري ٿيندي وئي. هن پنهنجي چاچي ميان عبدالحق فاروقيءَ جي هٿ تي بيعت ڪئي، جنهن جي نياڻي سندس نڪاح ۾ آئي. پاڻ قرآن شريف حفظ ڪيائين، فارسي ۽ عربيءَ جي تعليم پنهنجي چاچي ۽ مرشد ميان عبدالحق کان حاصل ڪيائين، جنهن کيس تصوف ۽ معرفت جا گس ڏسيا ۽ خلافت جو خرقو عطا ڪيو.

سچل سرمست پنهنجي سنڌي توڙي فارسي شاعريءَ ۾ پنهنجي چاچي عبدالحق کي وڏي عزت ۽ احترام سان مرشد سڏيو آهي ۽ سندس نظر فيض اثر جي تعريف موقعي بہ موقعي ڪندو رهيو. مثال طور:

هاديء - رهنماست حق الحق،
عارفِ اولياست حق الحق،
يڪ دمي دور نيست از مابين
آشڪارا بماست حق الحق!

-

پيرِ ما پير هست عبدالحق
درد دلِ ما نشست عبدالحق.
عمر بڪن شت در ظلالت ليڪ،
رشتہء ڪفر گشت عبدالحق!

-

'سچو' سگ درازي آهي روز ازل ڪئون،
تو پير عبدالحق جو، پيزار ڪيو سين.

-

مرشد هادي عبدالحق جي، وقت پٺيءَ پيزار لڳو،

سچل سرمست اڪيلي سرجهنگ جهر ۾ گهمندو رهندو هو ۽ اڪثر اڪيلائيءَ ۾ غور ۽ فڪر ۾ مشغول رهندو هو. پنجاهہ سالن جي ڄمار ۾ مستي ۽ ڪيف واري حالت مٿس طاري ٿي. شرعي پابندين کان نڪري 'اناالحق' جو نعرو بلند ڪري 'سرمست' ٿي پيو.

ظاهري طرح سچل سائينءَ جو مرشد سندس چاچو عبدالحق هو، ليڪن باطني طور سندس سرمستيءَ جا سرچشما اويسي طريقي وسيلي حسين بن منصور حلاج، فريدالدين عطار نيشاپوري، شمس تبريز ۽ حافظ شيرازي هئا. اهڙو اظهار ۽ اعتراف سندس شاعريءَ ۾ هنڌين ماڳين ملي ٿو.

سولي اوپر منصور هئہ، منظور هئہ، مشهور هئہ،
مئہ پي ڪہ او مخمور هئہ، اس ڪا عجب دستور هئہ،

-

ڪز خويش پرستي بزن نعره اناالحق،
زنار گستي بزن نعره اناالحق.

-

پنهنجي ذات لڪائي، ڪيئن ٻي ذات سڏايان،
'اعليٰ اعظم شان' جي نوبت نينهن وڄايان،
منصوريءَ جي موج ۾ ٿو اناالحق اَلايان،

-

هر ڪنهن صورت آپ الله
ٻيو ڪو ڄاڻڻ محض گناهہ.

-

من نمي گويم اناالحق، يار مي گويد بگو،
چون نمي گويم مَرا، دلدار مي گويد بگو.

ڪن تذڪره نويسن سچل سرمست جي شبيهہ مبارڪ بابت لکيو آهي تہ قد ۾ وچولو هو، رنگ جو صاف ڪڻڪائون هو. سندس نڪ سنئون ۽ پيشاني کُليل ۽ ٻهڪندڙ هئي. وار ڊگها رکندو هو. مٿي تي هميشہ سائي رنگ جو تاج پهريندو هو اڪثر اڇي پهراڻ ۽ گوڏ ۾ ملبوس رهندو هو هڪ وڏو لڪڻ هٿ ۾ هميشہ رکندو هو. اڪثر ڪاٺ جي تخت تي آرامي ٿيندو هو ڳائڻ وڄائڻ جي شوق سبب تنبورو سدائين ساڻ رکندو هو. جوانيءَ ۾ بہ تزڪيہ نفس جو پابند رهيو. اڳتي هلي جيئن ئي علم ۽ عرفان جون منزلون اُڪري، حق سان سندس شناسائي ٿي تہ مجذوب رهندو هو. اڪثر وقت سندس اکيون ڳاڙهيون

هونديون هيون ۽ جسم جا وار ڪانڊارجي اُڀا ٿي پوندا هئس. هُو صوفي لاڪوفي هو، تڏهن ته بي اختيار چئي ڏنائين:

ڪو مومن چئي، ڪو ڪافر چئي، ڪو جاهل چئي، ڪو ظاهر چئي،
ڪو شاعر چئي، ڪو ساحر چئي، آءُ جوئي آهيان سوئي آهيان.

خاندان ۾ روايت آهي ته سچل سرمست ننڍڙو اڃا ستن سالن جو مس هو ته شاعرن جو سرتاج شاهه عبداللطيف ڀٽائي سندس ڏاڏي صاحبڏني فاروقيءَ سان ملاقات لاءِ درازن آيو هو ۽ ننڍڙي سچل کي سندس هنج ۾ ڏسي چيو هئائين ته، ”اسان جيڪو ڪُنو چاڙهيو آهي، ان جو ڍڪڻ هيءُ نينگر لاهيندو.“ سالڪن هن مان اهو مطلب ڪڍيو آهي ته شاهه لطيف پنهنجي شاعريءَ ۾ تصوف جا راز مام ۾ بيان ڪيا آهن، جڏهن ته سچل سرمست، حسين بن منصور حلاج وانگر علي الاعلان نينهن جو نعرو هنيو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ان روايت سان اتفاق نه ٿو ڪري، البت ٻيا اڪثر محقق ان روايت تي اتفاق ڪن ٿا.

سچل سرمست جي همعصرن ۾ نانڪ يوسف، صديق فقير سومرو، شاهن فقير، غلام علي فقير، خليفو ڪرم الله، خليفو گل محمد هالائي، آخوند عزيز الله، صوفي دلپت ۽ ٻيا اعلىٰ پايي جا شاعر شامل هئا. سچل جي زماني ۾ مير سهراب خان سنڌ جو حڪمران هو. سچل سائينءَ جي سموري زندگي جذب ۽ جلال ۾ گذري. سندس حياتيءَ ۾ درگاهه تي سماع ٿيندو هو. سچل سرمست کي پنهنجي دور جو منصور ثاني سڏيو ويو آهي. سندس عقيدتمند علي اڪبر درازيءَ کيس هفت زبان شاعر سڏيو آهي. پر سچل سرمست پنجن زبانن: سنڌي، سرائڪي، هندي، اردو ۽ فارسيءَ ۾ شاعري ڪئي آهي، جڏهن ته ڄاڻ ستن زبانن جي رکندو هو، جنهن ۾ عربي ۽ پنجابي زبانون شامل آهن. پنجاب جي ڪن محققن سچل جي سرائيڪي شاعريءَ کي پنجابي قرار ڏنو آهي.

سچل سرمست هجري سن جي حوالي سان 90 سالن جي ڄمار ۾ 14 رمضان 1242هه مطابق 11 اپريل 1827ع ۾ وفات ڪئي.

ڪنهن عقيدتمند سچل جي وفات جي ماده تاريخ هن ريت ڪڍي آهي:

سالڪِ مستانه ’سچو‘ چونڪه پيوسته بحق
مست ’هو‘ پيوسته شد تاريخ آن تاريخ آن!
1242هه

سچل سرمست جو مقبرو ٽالپر حاڪم مير رستم علي خان تعمير ڪرايو هو.

حضرت سچل سرمست جو سنڌي شاعريءَ ۽ صوفياڻي فڪر ۾ نهايت اوچو مقام آهي. سندس عقيدتمندن ۾ فقير نانڪ يوسف ۽ ٻيا ڪيترا نامور بزرگ ۽ شاعر شامل هئا، جن جي ڪلام تي سندس چٽو اثر موجود آهي. سچل سرمست جي ڪلام جو فڪري پهلو نهايت گوناگون آهي.

حضرت سچل سرمست وحدت الوجود/ همه اوست جو سچو پرچارڪ ۽ منصوري نعرو نروار ڪندڙ بزرگ هو. هو رندي طبيعت وارو ۽ حال توڙي قال جو صاحب هو. هن پنهنجي ڪلام ۾ حقيقت ۽ مجاز سميت انساني ڪيفيتن کي ڳائي، آفاقي حيثيت ڏني. سچل سرمست جي ڪلام ۾ بيشمار فڪري ۽ فني خوبيون آهن. هن تصوف جي آفاقي فڪر وسيلي خودشناسي ۽ خداشناسيءَ جي تعليم ڏني آهي. هو تارڪ الدنيا نه هو، پر عوام جي وچ ۾ رهي حق ۽ سچ جي ڳالهه پير تي ڏونڪو هڻي ڪندو هو. هو دنياوي لذتن ۽ لالچن ۾ موهجي زندگيءَ جي مقصد کان عاري رهڻ کي ننديندو هو. وٽس مذهبي متڀيد نه هو. پر هن انساني سماج ۾ هڪ نئين خوداعتماد، خوددار ۽ خودشناس انسان جي تعمير چاهي ٿي. هو هر قسم جي تفرقي جي خلاف هو. ملائيت، پيريءَ، شيخيءَ ۽ مخدوميءَ جي مصنوعي ماحول کي ڪنهن به صورت ۾ پسند نه ڪندو هو. هن فرقي پرستيءَ کي رد ڪندي ’پاڻ سڃاڻ‘ جي تعليم ڏني. هو انسان کي حقيقت ۾ حق جو پرتوو سمجهندو هو. هن جي فڪري سگهه ان مان ثابت آهي ته هن جيئن ڏٺو، سمجهيو پرکيو ۽ پروڙيو، تيئن ان کي بيان ڪيو. سچل سرمست شاهه لطيف جي ڪلام کان بيحد متاثر هو. ان ڪري هن پنهنجي ڪلام ۾ لطيفي فڪر جو تسلسل قائم رکيو آهي. مارئي، سسئي، مومل راڻي، سارنگ، پورب وغيره جا سُر ساڳيا ڳايا اٿس. پر سرمستيءَ سان ڳايائين. ان ڪانسواءِ جوڳ، مالڪوس جهڙن راڳن تي آڌاريل شاعري به ڪيائين. سچل سرمست ڪافيءَ جي شاعريءَ کي وڏو اوج بخشيو ۽ پنهنجي دور جو ڪافيءَ جو وڏو شاعر آهي. سچل وٽ ڪافيءَ جا منفرد انداز ۽ نمونا موجود آهن. ان ڪانسواءِ هن نين صنفن ۾ به طبع آزمائي ڪئي، جن ۾ گهڙولي، جهولڻو، مرغ نامو، سرءُ نامو وغيره اچي وڃن ٿا، اهي هيئتون سچل سرمست جون تخليق آهن.

سچل مدهوشيءَ ۾ هوش جون ڳالهيون ڪندو هو ۽ هوش ۾ بيخوديءَ جا راڳ آلاپيندو هو. هن ڪلام ۾ ان ڳالهه تي زور ڏنو آهي ته مسلم ۽ غير مسلم، مالي طور مستحڪم توڙي غير مستحڪم، اگهن توڙي سگهن جا فرق انساني ذهن جي ايجاد آهن. ان ڪري هن ظاهري حياتيءَ ۾ انهن فرقن کي ميٽي حقيقت جي تلاش ۽ جستجو ڪئي. حضرت سچل سرمست نفس ڪشيءَ کي درست ڄاتو ٿي، پر منزلن جو قائل نه هو. بلڪ سندس فڪري اڏام جو بنياد ۽ چيهه ’همه اوست‘ ئي آهي. پاڻ فرمائي ٿو ته:

اسين رانجهو هڪ ٿيوسين،
ميان سچو ٿيا نفس ميڏي دا منهن ڪالا
-
نه ڪو آدم اتهين، نه ڪو جسم جان،
نه ڪا جزا جاءِ تنهين، نا سرت جو سامان،
نه ڪو قدر، نه ڪو جبر، خوشي، نا ارمان،
بيخبريءَ جو بيان، سچل ڪندين ڪيترو.

سچل سرمست جي ڪلام جو فڪري پهلو ’وحدة الوجود‘ جي فلسفي تي آڌاريل آهي.

**حضرت سچل سرمست جو ڪلام ۽ ان جون خوبيون:** سنڌ جي هن عظيم صوفي شاعر جو ڪلام پنجن زبانن سنڌي، فارسي، سرائيڪي، اردو ۽ هنديءَ ۾ ملي ٿو. حضرت سچل سرمست جي ڪلام جي سڀ کان اڳ چنڊڇاڻ مرزا علي قلي بيگ ڪئي، جنهن سچل جو ڪلام ٻن ڀاڱن ۾

ترتيب ڏنو. ان ڪانپوءِ نماڻي فقير، فقير نظر محمد شڪارپور واري جو نسخو، سفر فقير درازائيءَ جو نسخو، مير علي مراد خان جو ڇپرايل ديوان آشڪار بنيادي ماخذ رهيا آهن. سچل سرمست جي ڪلام جي محقق عثمان علي انصاريءَ ڄاڻايو آهي ته هن قادرالڪلام همه اوست جي منصوري صفت واري شاعر جو ڪلام تمام گهڻو هو، جيڪو زماني جي ستم ظريفين سبب ناپيد آهي. سچل سرمست جو ڪلام مجموعي صورت ۾ هيٺين مجموعن جي صورت ۾ موجود آهي:

(1) سچل سرمست جو سنڌي رسالو (مرتب: عثمان علي انصاري)، (2) سچل سرمست جو سرائيڪي ڪلام، (3) ديوان آشڪار، (3) رازنامه، (4) رهبرنامو، (5) گذارنامه، (6) تارنامه، (7) عشق نامه، (8) عاشقي الهام عرف سچل جو ڪلام (نماڻو فقير)، (9) رسالو سچل سرمست (رشيد احمد لاشاري) وغيره.

سچل سرمست جي ڪلام جي اپياس تي ڪيتري ئي تحقيق ٿي چڪي آهي. ان ڪان سواءِ سچل سرمست جي ساليانـي عرس جي موقعي تي سچل سرمست يادگار ڪميٽيءَ پاران نڪرندڙ سرمست رسالو، سخي قبول محمد فاروقيءَ جو انگريزيءَ ۾ پي. ايڇ. ڊيءَ جو مقالو The Mysticism in Darazi School of Thought: 2009 ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جو 'سچل جو سنيهو' ۽ محمد ابراهيم جويي جو 'شاهه، سچل، سامي' اهميت وارا ڪتاب آهن.

فني خوبين جي لحاظ کان پڻ سچل جو ڪلام نهايت پختو ۽ ڪلاسيڪي قدرن جو حامل آهي. خاص طور بيتن ۽ ڪافين تي ڪيس ملڪو حاصل آهي. سندس ڪلام ۾ منصوري صدا آهي. سندس ڪلام مان تجلين ۽ ڪيفيتن جو مشاهدو ٿيندي محسوس ٿئي ٿو. بيتن ۽ ڪافين ۾ موسيقيءَ وارو منفرد آهنگ به سچل جي ڪلام جي فني خوبيءَ جو ڪمال آهي. سندس محاورو آسان، سادو، عام فهم ۽ سليس آهي. ڪلام ۾ ڪم آندل محاورا، ترڪيبون، استعارا ۽ تشبيهون ادبي خوبين جو مرقع آهن.

**سچل سرمست جي شاعريءَ جون صنفون/ فن:** سچل سرمست جي اظهار جو پيرايو فڪري طور بلند، اوچو ۽ پختو آهي. سندس ڪلام موسيقيءَ جي فن، ماترائن ۽ عروض جون حدون ڇهي ٿو. سندس فارسي ڪلام عروض تي پورو آهي، البت ڪافين ۾ سنڌي ٻوليءَ جي مزاج ۽ موسيقيءَ کي سامهون رکيو ويو آهي، ان ڪري ڪٿي ڪٿي عروض متاثر ٿئي ٿو. جڏهن ته بيت ۽ ڪافيون چند ۽ موسيقيءَ جي وزن تي آڌاريل آهن. سندس ڪلام ۾ بيت، وايون، سي حرفيون، مولود، مرثيا، مدح، گهڙولي، جهولڻا، ڪافيون، هجو، مرغ نامي، سره نامي ۽ مثنويءَ جون صنفون ملن ٿيون.

سچل سرمست ابتدائي دور ۾ پنهنجو ڪلام پاڻ لکندو هو. جڏهن ڪان سندس طبيعت ۾ مستي ۽ رندي آئي ۽ مٿس استغراق جي حالت طاري ٿيڻ لڳي، تڏهن تنبورو ڪڻي بيخوديءَ وچان نچندو هو. ان وقت سندس اکين مان ڳوڙهن جا نار وهندا هئا ۽ في البديهه شاعري چوندو ويندو هو. جيڪا سندس طالب نقل ڪندا ويندا هئا. اهڙيءَ ريت سندس ڪلام جا ڪيترا بياض تيار ٿي ويا.

سچل سرمست جي شاعريءَ جي مليل ماخذن مان تحقيق بعد نئو لک، ڇتيهه هزار، ڇهه سؤ شعر ملن ٿا. ان ڪان سواءِ سچل سرمست جو ڪيترو غير مطبوعه ڪلام درگاهه جي فقيرن ۽ طالبن کي بر زبان ياد آهي. جيڪو ٿوري فرق سان ڇپيل ڪلام جيترو ٿي سگهي ٿو. سندس ڪلام تصوف ۽ وحدت الوجود جي فلسفي جي سمجهاڻي ڏيندڙ آهي. عمر مارئي، سسئي پنهون، مومل راڻي، ليلا چنيسر، سهڻي ميهار، نوري ڄام تماچيءَ توڙي هير رانجهي جي تمثيلي ڪردارن کي ڪٺي عشق حقيقي جون رمزون سمجهايون اٿس. سندس شاعريءَ ۾ وطن جي سڪ، مارن سان دلي ۽ روحاني ڳانڍاپي جو عنصر پڻ نمايان ملي ٿو. سندس شاعريءَ ۾ روحهن بابت چيل سندس بيت ان جو ڀرپور اظهار آهن. سچل جي شاعريءَ ۾ زبان جي ماهيت، سخن پروري، موسيقي، اظهار جي بيان، جمالياتي ذوق جون خوبيون موجود آهن. سندس شاعريءَ ۾ اوپرن لفظن جي ڀرمار، ڏارين اصطلاحن، دقيق ۽ ثقيل لفظن جي استعمال بجاءِ موضوعاتي پختگي، ٻوليءَ ۾ وطن جي مٽيءَ جو هڳاءُ ۽ ڪلاسيڪي عنصر ملي ٿو. سندس شاعريءَ جي بيهڪ، ترتيب، لطافت، ربط، تناسب ۽ توازن حيرت ۾ وجهندڙ آهن. جيڪي آسان ۽ عام فهم هجڻ سان گڏ فڪري طور پختا ۽ اصلاحي آهن. سچل جو سمورو ڪلام خود شناسي ۽ خدا شناسيءَ جو درس آهي.

سچل سرمست کي خاص طور تي ڪافيءَ تي دسترس حاصل هئي. جيتوڻيڪ شاعريءَ جي لڳ ڀڳ مڙني صنفن تي ڪلام سرجيو اٿس، جيڪو موضوعاتي لحاظ کان سگهارو ۽ پنهنجو مٽ پاڻ آهي، پر سندس سنڌي ۽ سرائيڪي ڪافيون پوءِ وارن شاعرن لاءِ فني ۽ فڪري طور ماخذ ۽ تتبع جو سبب بڻيون. بلا شاهه کان پوءِ سچل سرمست ڪافيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. هن پنائيءَ جي وائيءَ واري صنف بدران ڪافيءَ کي اهميت ڏني ۽ ڪافيءَ ۾ وڏي وسعت پيدا ڪئي، نوان تجربا ڪيا. عاشق ۽ معشوق جي گفتگو واري بيان هيٺ چيل سندس ڪافيون وڌو حظ ڏين ٿيون. سندس فن ۽ فڪر جي طرز پوين شاعرن توڙي سندس همعصرن لاءِ تقليد جو ڪارڻ بڻي. سرائيڪي ڪلام ۾ سندس چيل ڏوهيڙا، سي حرفيون، ڪافيون، جهولڻا، سنڌي بيت، وايون ۽ وحدت نامه وغيره سڀ جا سڀ فني ۽ فڪري طور شاهڪار آهن. سندس شاعريءَ ۾ خيال جي نزاڪت، سرمستيءَ جي جولانن واريون ڪيفيتون، حسن ۽ عشق جو بيان، اکين ۽ محبوب جي منهن جو بيان، زاهدن، عابدن، ملن، مولوين، پنڊتن، مذهبي دوئي ۽ ان جي ڦهلائيندڙن کي ننڌڻ وارا پهلو جاودان موضوع آهن. سچل پنهنجي شاعريءَ ۾ صوفياڻا اصطلاح ڪتب آندا آهن، جن ۾ احديت، وحدت، ڪثرت، برزخ، عروج، نزول، شهود، زلف، رخ، خال، خطِ، ابرو، رخسار، قد وغيره

اچي وڃن ٿا. سچل جي شاعري رندانه ۽ سرمستي ڪيفيت واري آهي، جيڪا ظاهري ملن کي غير شرعي ۽ شطحيات واري معلوم ٿئي ٿي، پر اصل ۾ سچل اناالحق جي زبان سان جيڪي چيو آهي، سو انسان ذات جي معراج جو رستو آهي.

**سچل سرمست جا طالب:** سچل سرمست سموري ڄمار ڪنهن کي پنهنجو مريد ڪونه ڪيو، پر سندس حلقي ۾ ڪيترا طالب مريدن جيان رهندا هئا ۽ سندس صحبت مان فيضياب ٿي، صاحب علم، نامور صوفي شاعر ۽ حق شناس ٿيا. انهن مکيه طالبن ۾ نانڪ يوسف فقير (اڳڙا)، يعقوب فقير ۽ سيد ميان خير شاهه (رتوديرو)، جانو فقير پچارو (شڪارپور)، سيد ميان دين محمد شاهه، سيد ميان پير شاهه، سيد محمد حيدر شاهه، سيد ميان حسن شاهه، شيرخان فقير پنيرو، شيرعلي فقير، محمد صديق فقير (لاڙڪاڻو)، فقير محمد صالح قادري (لاڙڪاڻو)، فقير محمد صالح پيو (خيرپور)، گهرام فقير جتوئي ۽ ٻيا شامل آهن. هنن فقيرن حضرت سچل سرمست جي صحبت ۾ گذاريو ۽ اڳتي هلي سچل واري مڪتب فڪر جي پرچار ڪيائون. هنن مان ڪي ته اعلىٰ پايي جا صوفي بزرگ ۽ شاعر ٿيا، جن سچل سرمست جي فڪر کي پکيڙڻ ۾ پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. ڪن اهم طالبن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

**نانڪ يوسف:** نانڪ يوسف، سچل سرمست جي مکيه طالبن مان هو. يوسف ۽ يعقوب نالي سان ٻه طالب مخدوم کهڙن وارن جا طالب هئا. کهڙن جا مخدوم در اصل سچل سرمست جي طريقت واري رستي جا ڪٽر مخالف هئا. روايت آهي ته پاڻ ڪڏهن ڪڏهن کهڙن جي رئيس العلماءَ وٽ وڃي نڪرندو هو. هڪ ڀيري کهڙن ۾ ويو ته مخدوم طالبن کي جامع مسجد ۾ ويٺي سبق پاڙهيو. تنهن تي سچل سائينءَ چيو ته، ”تنهنجن شاگردن کي انهيءَ علم مان ڇا حاصل ٿيندو؟ خدا ڪونه ملندن، پنهنجن شاگردن مان ٻه شاگرد ته مون کي ڏي.“ ان تي مخدوم صاحب سچل سرمست کي گهٽ وڌ ڳالهائي مڪتب مان ڪڍي ڇڏيو. مخدوم جي حلقي جي شاگردن مان يوسف ۽ يعقوب (جيڪي اڳڙن جا وينل هئا)، ساڳيءَ رات مخدومن جي مڪتب مان نڪري سچل سائينءَ وٽ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ اچي حاضر ٿيا. تذڪرن ۾ اچي ٿو ته سچل سرمست ٻنهي طالبن کي گهڻو گهرندو هو. هڪ ڏينهن مراقبي ۾ ٽي پيرا مسلسل يعقوب کي سڏ ڪيائين. يعقوب جي غير حاضر هجڻ تي ٽئي پيرا يوسف سڏ وراڻيو. ٽئين ڀيري سان مراقبي مان ٻاهر اچي يوسف کي ڀاڪر وجهي فرمايائين ته: ”خدا تعالىٰ امانت تو کي ئي ٿو ڏئي ته پوءِ يعقوب کي ڪيئن ملندي؟“ ٻئي ڏينهن صبح جو يوسف کي ’نانڪ‘ جو خطاب ڏنائين، ان ڏينهن کان وٺي هو ’نانڪ يوسف‘ ڪوٺيو ويو.

نانڪ يوسف سچل جي حڪم تي تصوف جي عام پرچار ڪئي. چون ٿا ته مير علي مراد خان ٽالپر لاڙڪاڻي ۾ کيس جاگير ڏني، جيڪا هن ٻي ٻهچن ۾ ورهائي ڇڏي. نانڪ يوسف ڳاڙهي پاجامي ۾ ملبوس يڪتارو ڪڇي، پيرن ۾ ڇيرپائي پيو گهمندو ۽ ڳائيندو هو. هن ڪيترو ئي ڪلام چيو. نانڪ يوسف جو ڪلام سڀ کان اڳ ڇيتمل پرسرام ترتيب ڏئي ڇپرايو هو. ان کانپوءِ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ سندس ڪلام ترتيب ڏئي سنڌي ادبي بورڊ پاران ’نانڪ يوسف جو ڪلام‘ عنوان سان ڇپائي پڌرو ڪيو.

**سيد خير شاهه:** سيد خير شاهه سچل سرمست جي مکيه طالبن مان صوفي شاعر ۽ سندس مڪتب فڪر جو پرچارڪ هو. رتيديري جو رهاڪو هو. سچل سرمست به ٽي پيرا لاڙڪاڻي جو پنڌ ڪيو هو. محققن جو خيال آهي ته قوي امڪان آهن ته انهن سفرن دوران سيد خير شاهه سچل جو طالب ٿيو هوندو. سندس ولادت 1190 ھ ۾ ٿي. مشهور آهي ته سيد خير شاهه بيحد حسين هو. سندس وار ايترا وڏا هئا، جو بينل حالت ۾ وارن جي هڪ ڇڳ پيرن جي آڱرين ۾ ڦاسائي ڦٽي ڏيندو هو. وارن سان ڇهري کي عام ماڻهن جي آڏو لڪائي هلندو هو.

هن 1260ھ/ 1844ع ڌاري وفات ڪئي. هن رتيديري ۾ پنهنجو اوتارو قائم ڪيو، جتي هر روز سماع جي محفل ٿيندي هئي. پنهنجي ڪلام ۾ سچل سرمست جي جاءِ بجاءِ تعريف ڪئي اٿس. سچل جي حياتيءَ ۾ اڪثر درازن ۾ گذاريندو هو. سندس ڪلام ۾ تصوف، عشق، محبت، اخلاق ۽ نصيحت جا نقطا ملن ٿا. سچل جي تتبع ۾ هيٺين ڪافي چيائين:

> جوئي آهيان، سوئي وي ميان!
> هندو مومن آءٌ نه آهيان!
> هر ڪهين ۾ حسين منهنجو،
> پوش لڪيل تو پايان،
> وچ مڪان رتيديري،
> خير شاهه ناءُ سڏايان.

**گهرام فقير:** هيءُ سچل جي پيارن ٻالڪن مان هو، سچل جي صحبت ۾ رهي سرائيڪي ڪافيءَ جو وڏو شاعر ٿيو. گهرام فقير اصل ۾ ٻگناڙيءَ جو وينل هو. سندس والد جو نالو بخش علي فقير هو. سندس والد اڳتي هلي نوابشاهه ضلعي جي هڪ ڳوٺ ۾ رهيو. گهرام فقير والد جي وفات بعد ٽرڙي محبت، نصيرآباد ۽ لاڙڪاڻي ۾ اچي رهيو. هن 1162ھ ڌاري جنم ورتو. عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. سنڌ ۽ بلوچستان جا سفر ڪيائين، حضرت سچل سرمست جي صحبت ۾ رڱجي ريٽو ٿيو. سچل سائينءَ کيس پنهنجي پڳ عطا ڪئي، جيڪا هن جي پوٽڻن وٽ اڄ به محفوظ آهي. هن خوبصورت پيرائي ۾ شاعري ڪئي ۽ حضرت سچل سرمست جي مڪتب جي پرچار ڪرڻ لڳو. سُنگ جي صورت ۾ ڳائيندو هو. 1262ھ ۾ وفات ڪيائين.

> ناپيد ڳالهيون پنهنجون، تن مان ڇا ڄاڻن عام ميان!
> سوين سورهيه سنيري هليا، هن تکيي تي تمام ميان!
> ڪوڙين مان هن ڪات تي ڪو هڪ پريندو هام ميان!
> سوريءَ هسوار ڪيئي، منصوري ڏئي مام ميان!

**فقير محمد صلاح:** فقير محمد صلاح ذات جو جيهو هو. سندس وڏا اصل ۾ لاڙڪاڻي جا هئا. ننڍي هوندي کان سندس طبيعت عشق الاهيءَ جي جستجوءَ طرف مائل هئي. سيوهڻ ۾ لعل شهباز قلندر جي مزار ۽ سکر ۾ جيئي شاهه جي مزار تي رياضتون ڪيائين. آخر جيئي شاهه جي مزار تي خواب ڏٺائين ۽ ان جي روشنيءَ ۾ درازا اچي سهڙيو. سچل جي مڪتبہ فڪر سان جو لنءُ لڳس تہ ٻيا ورق وساري سالڪ بڻجي ويو. هن ڪيتروئي ڪلام چيو. وٽس هميشہ سماع جون محفلون جاري رهنديون هيون. هن پنهنجي ڪلام ۾ وينجهارن، واڍوڙن، پاهت، پيوند ڳنڍڻ، ڏڌن ڪي ڏس ڏيڻ، لهرون لنگهي پار پوڻ، واٽان ڪستوري واسجڻ، جهڙا اصطلاح ۽ موضوع آندا. مقامي رنگ وارو اهو عنصر مٿس سچل جي اثر جو نتيجو هو. ٽالپر حاڪم بہ هن جا خاص معتقد هئا. مير علي مراد خان ٽالپر تہ فقير محمد صلاح جو خاص عقيدتمند هو. فقير قادر بخش بيدل سندس گهرو دوست هو.

هن 80 ورهين جي ڄمار ۾ 25 ربيع الثاني 1275 هہ/ 3 ڊسمبر 1858ع ۾ وفات ڪئي. هن بزرگ جي درگاهہ تي ميلو لڳندو آهي، جتي حضرت سچل سرمست جو ڪلام ڳايو وڃي ٿو. هن سچل سرمست جي عقيدت ۾ ڪيتروئي ڪلام چيو. سندس ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

ساهہ سڄڻ توکي ساري، منهنجو يار مدامي!
جاڪون اٿم ساهہ سرير ۾، سڪ تنهنجي سهڻا سائين.
نہ ٿيندي طلب تمامي!
صلاح سائين، سهسين سڪايل، برهہ تنهنجي ڪيا باندي
ڪيئي عالم علامي!

**پيرو شاهہ:** پيرو شاهہ ولد شاهہ محمد بخاري اصل ۾ گمبٽ، ضلعي خيرپور جي ڳوٺ رسول آباد جو وينل هو. هي سچل سرمست جي ويجهن طالبن مان هو. سچل سائين پڻ ڪيس گهڻو گهرندو ۽ پيار ڪندو هو. ٽالپر حاڪمن وٽ بہ سندس چڱي ڏيٺ ويٺ هئي. هن جي مزار رسول آباد شهر جي ڇيڙي تي ڏکڻ ۾ واقع آهي. سندس ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

سر ننگو، پير ننگا، ننگا سندي نام،
وائي هل هلان سندي، تنين صبح شام،
ڇمندي جيڪي ڄام، ملا تن منجهائين!

**سچل سرمست جي دور جون سياسي حالتون:** سچل سرمست جي پيدائش ڪلهوڙن جي زماني ۾ ٿي، جڏهن تہ سندس ڀرپور شخصيت ۽ شاعريءَ جي عروج وارو زمانو ٽالپرن جو دور آهي. سچل سرمست جي زماني ۾ سنڌ ملڪ اندر غير يقينيءَ واري صورتحال هئي. ڌارين جي يلغارن سان سنڌ جي معيشت کي هڪ طرف ڪاپاري ڌڪ رسيو ۽ ٻئي طرف ثقافتي قدرن سميت صوفياڻي طرز فڪر تي پڻ ضرب رسائڻ جون ڪوششون ڪيون ويون. انهن حالتن ۾ هن سرمست صوفيءَ همہ اوست جو نعرو هڻي هر قسم جي دوئي/ ملائيت کي علي الاعلان ننديو.

سچل سرمست جي دور ۾ سنڌ تي ٿيل ننڍن وڏن حملن، جنگين ۽ اندروني اختلافن/ ويڙهن جو تذڪرو هيٺ ڏجي ٿو:

■ سنڌ ملڪ تي ڪلهوڙن توڙي ٻين مقامي اثر رسوخ وارن قبيلن جون ننڍيون وڏيون ويڙهون ۽ لڙايون ٿيون، ■ خان آف قلات جو حملو 33-1732ع، ■ ڪلهوڙن جو ڪهڙا شهر تي حملو 33-1732ع، ■ ڌاريجن ۽ ڪڪرالن جي وچ ۾ ويڙهہ 1739ع، ■ نادر شاهہ جي سنڌ تي قهري ڪاهہ 40-1739ع، ■ احمد شاهہ ابداليءَ جي ڪاهہ 1745ع، ■ ميان مراد ياب ۽ ميان غلام شاهہ جي ويڙهہ 1757ع، ■ ميان غلام شاهہ ۽ ميان عطر خان ۾ ويڙهہ 1757ع، ■ ڪڇ جي راجا جا سنڌ تي حملا 64-1763ع، ■ مير بهرام خان ۽ مير صوبدار خان جي شهادت ڪانپوءِ سنڌ ۾ سرد جنگ 1775ع، ■ ميان سرفراز خان جي معزوليءَ تان گهرو ويڙهہ 1776ع، ■ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن وچ ۾ گهرو ويڙهہ 1776ع، ■ عزت يارخان پناڻ تي حملو ۽ شڪارپور ۾ سنڌي فوج جي ساڻس جنگ 1781ع، ■ تيمور شاهہ جو حملو 82-1781ع، ■ مدد خان پناڻ جو حملو ۽ ڪوس 1781ع، ■ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي آخري فيصلي ڪن هالاڻيءَ واري جنگ 1782ع، ■ ميرن جي پهرين چوياري ۽ سنڌ کي ڀاڱن ۾ تقسيم ڪرڻ 1782ع، ■ مير فتح خان ۽ مير عبدالله خان جي شهادت 1783ع، دلاور پناڻ جو سنڌ تي حملو 1788ع، ■ شاهہ شجاع جو سنڌ تي حملو- ڪرڙيءَ واري جنگ 1803ع، ■ سکن جو سنڌ تي پهريون حملو 1823ع، ■ سکن جو سنڌ تي ٻيو حملو 1825ع.

هن دور ۾ نادر شاهہ جو حملو سنڌ تي وڏي ۾ وڏي ڪاهہ هئي، جنهن ۾ سنڌ جا ڳوٺ، وسنديون، شهر وغيره ڌارين حملي آورن لٽي، ڦري تاراج ڪيا. نادر شاهہ کي ان حملي جو موقعو ڪلهوڙن توڙي ٽالپرن جي ڪمزور حاڪميت سبب مليو. ان وقت سنڌ اندر گهرو ويڙهہ ڌارين حملي آورن لاءِ راهون هموار ڪيون. هنن حملن سنڌ ۾ نہ فقط معاشي تنگي پيدا ڪئي، بلڪ فڪري ۽ نظرياتي طور سنڌ جي صوفياڻي فڪر کي بہ ناقابل تلافي ڇيهو پهتو. ان حملي ۾ نادر شاهہ هڪ ڪروڙ جنگ جو خراج وٺي ۽ ويهہ لک روپيا ساليانو ٽاوان مقرر ڪري واپس موٽيو، جيڪو سنڌ ڪيتري عرصي تائين ادا ڪندي رهي. انهن مڙني حالتن ۾ سچل سرمست، لطيفي رمز جي ڪُني جو ڍڪڻ لاٿو ۽ همہ اوست جو نعرو هڻي نظرياتي مورچي تي انهن حالتن ۽ هلائن جو ڄمي مقابلو ڪيو.

## سچل جي فن ۽ فڪر بابت شايع ٿيل ڪتاب:

**سچل**[1] (ڪتاب): هيءُ ڪتاب نامور اسڪالر ڪلياڻ آڏواڻيءَ جو لکيل آهي. ڪتاب ۾ ڌار ڌار موضوعن تي جدا جدا مضمون لکيل آهن، جيڪي هيٺ ڄاڻائجن ٿا:

سچل صاحب جي حياتيءَ جو احوال، سچل جي صورت، سيرت ۽ مذهب، سچل جو رهبر عطار، سچل امن ۽ آزاديءَ جو امين، سچل جو طالب نانڪ يوسف، سچل جو عاشقاڻو ڪلام، سچل جو رندي

ڪلام، سچل جو خودشناسيءَ وارو ڪلام، سچل جو تمثيلي ڪلام، سچل جو جوڳيئن سان عشق، سچل جي مرشد لاءِ محبت، سچل جي ڪلام ۾ شاهه وارا مضمون، ملان ۽ قاضي، سچل جو سرائيڪي اردو ۽ فارسي ڪلام، سچل جو نظم ۽ ٻولي. ڪتاب ۾ سچل سرمست جي سوانح سان گڏ سچل جي انسان دوستي واري فڪر ۽ انساني وجود جي حقيقت بابت نقط نظر ڏنو ويو آهي. ڪرائون سائيز جي 132 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت ڏيڍ روپيو آهي. هيءَ ڪتاب ڪلياڻ. بي. آڏوائيءَ، بمبئيءَ مان 1954ع ڌاري ڇپائي پڌرو ڪيو هو.

**سچل جا سلام** (ڪتاب): هي شفيع محمد سومري عرف همير سنڌوءَ جو ترتيب ڏنل ڪتاب آهي، جنهن ۾ مختلف عنوانن تي سچل جي ڪلام جي ترتيب ڏني وئي آهي، جهڙوڪ: اناالحق آلاپ، سسئيءَ جا سور، نوريءَ جا ناز، مارئيءَ جا مارو، پورب جا پانڌي، مومل جي محبت، سهڻيءَ وچ سير ۾، ڏنو سر ڏياچ، ليلان جا لاڏ، سارنگ سندا سات، اڪرين جا اسرار وغيره. آخر ۾ سچل جا ساٿي عنوانن هيٺ سامي، ولي محمد ولي، ولي محمد علوي، غلام همداني، روحل فقير، مراد فقير ۽ بهادر شاهه ظفر جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ڊيمي سائيز جي 92 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، سنڌي ساهت گهر حيدرآباد، 2004ع ۾ ڇپايو آهي ۽ ان جي قيمت 50 روپيا آهي.




**سچل جو پيغام** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب نامور اديب ۽ محقق ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جو لکيل آهي. مصنف ڪتاب ۾ سچل سرمست جي حالات زندگيءَ سميت ڪلام جو گهڻ رخو مطالعو پيش ڪيو آهي. ڪتاب ۾ پنهنجي پاران جو نوٽ قمر ميمڻ لکيو آهي، پيش لفظ سچل سرمست جي سجاده نشين ڊاڪٽر سخي قبول محمد فاروقيءَ لکيو آهي. ڪتاب کي 15 بابن ۾ ورهايو ويو آهي، جن ۾: (1) سچل سرمست جو گهراڻو (2) سچل سرمست جي سوانح، (3) تاريخي پس منظر، (4) علمي ۽ ادبي ماحول، (5) مختلف ٻولين ۾ شعر (6) فني خوبيون، (7) سچل جي شعر جو لساني جائزو، (8) سچل جي شعر جو مجموعي فڪري جائزو، (9) وحدت ناما، (10) ذڪر ۽ فڪر، (11) سچل جو نعتيه ڪلام، (12) سچل سرمست ۽ پاڻ سڃاڻڻ وارو نظريو، (13) سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ مستيءَ جو مفهوم، (14) سارنگ ۽ (15) سورميون- عنوان شامل آهن.




ڪتاب ۾ سچل جي گهراڻي جي بزرگن، همعصر شاعرن، صوفين، ڪانئن پوءِ وارن صوفين سالڪن ۽ سندن چيل مختلف ٻولين واري ڪلام جو اڀياس به ڪيو آهي. ڊيمي سائيز جي 242 صفحن تي مشتمل رنگين جلد واري هن ڪتاب جي قيمت 64 روپيا آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو مهراڻ اڪيڊمي، واڳڻي در، شڪارپور 1995ع ۾ شايع ڪيو. جڏهن ته ٽيون ڇاپو نومبر 2004ع ۽ چوٿون ڇاپو جنوري 2012ع ۾ شايع ٿيو.

**سچل جو رسالو** (ڪتاب): سچل سرمست جو هيءَ رسالو ناميا ري شاعر رشيد احمد لاشاريءَ جو ترتيب ڏنل آهي. ابتدا ۾ سچل سرمست جي مختصر سوانح عمري ۽ ڪتابن جو تفصيل ڏنو ويو آهي. ان کانپوءِ سچل سرمست جو ڪلام هيٺينءَ ترتيب سان ڏنو ويو آهي: الف ب وار 445 سنڌي ڪافيون ۽ سنڌي بيت (هن عنوان هيٺ (i) مرغ نامو، (ii) وحدت نامو، (iii) سسئيءَ جا بيت، (iv) مارئيءَ جا بيت، (v) مومل جا بيت، (vi) نوري ۽ ڄام تماچيءَ جا بيت، (vii) روجهن بابت بيت، (viii) پورب جا بيت، (ix) وحدت جا بيت ڏنا ويا آهن) ۽ سسئيءَ ۽ پنهونءَ بابت جهولڻو شامل آهن.




ساڳيءَ طرح رسالي جي ٻئي ڀاڱي ۾ سرائيڪي ڪلام ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ الف ب رديف وار 273 ڪافيون شامل آهن. ڊيمي سائيز جي 436 صفحن تي مشتمل هي سچل جو رسالو، مدينه پرنٽنگ پريس، رسالا روڊ، حيدرآباد مان ڇپائي، آر. ايچ. احمد اينڊ برادرس تاجران ڪتب شاهي بازار حيدرآباد، ڇاپو ٻيو آگسٽ 1965ع ۾ پڌرو ڪيو.

**سچل جو رسالو** (سرائڪي ڪلام): هيءَ رسالو اصل ۾ مولانا محمد صادق راڻيپوريءَ جو ترتيب ڏنل آهي، جنهن کي هن ’سچل سرمست جو سرائيڪي ڪلام‘ نالو ڏنو هو، جنهن جو پهريون ڇاپو، سنڌي ادبي بورڊ، 1982ع ۾، سچل سيمينار جي موقعي تي ڇپائي پڌرو ڪيو هو. ان جي نئين ترتيب گل محمد تنئي ڏني آهي. ڪتاب ۾ سچل سرمست جو سمورو سرائيڪي ڪلام شامل آهي. ڪتاب پنجن بابن ۾ ورهايل آهي، جن جو وچور هن ريت آهي:




(1) سچل جو رسالو: سرائيڪي ڪلام، دعا، نعت، پنهنجي متعلق، (2) حسن عشق: ڏوهيڙا، سي حرفيون، ڪافيون، (3) هير رانجهو: ڏوهيڙا، سي حرفيون، ڪافيون، (4) تصوف: ڏوهيڙا، سي حرفيون، ڪافيون، متفرق ڪلام (5) سچل لغت.




رسالي جي ابتدا ۾ پبلشر نوٽ سان گڏ ’سچل جو سرائيڪي ڪلام‘ جي عنوان




سان گل محمد ٽنيي جو وضاحتي مضمون ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ هن رسالي جي پراڻي ترتيب جي اوڻاين ۽ نئين رسالي جي ترتيب جو ذڪر ڪيو آهي. رسالي ۾ سچل سرمست جي سوانح توڙي فڪر ۽ ڪلام جي خوبين تي تفصيلي مقدمو شامل آهي. پڪي جلد سان، ڊيمي سائيز جي 499 صفحن تي مشتمل هيءُ رسالو روشني پبليڪيشن ڪنڊياري 1997ع ۾ ڇپرايو آهي، جنهن جي قيمت 200 روپيا آهي.

هن رسالي جو ٽيون ڇاپو، 'رسالو سچل سرمست' (سرائيڪي ڪلام) عنوان سان نوجوان محقق ڊاڪٽر مخمور بخاريءَ جي ترتيب ۽ مقدمي سان، 2012ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.




**سچل جو سنيهو (ڪتاب):** سچل سرمست جي خاندان جي تذڪري، سچل سرمست جي سوانح، تصنيفن، ڪلام، ڪلام جي فني خوبين ۽ سندس ڪلام ۾ موجود سنيهي تي مشتمل هي تحقيقي ڪتاب، نامور محقق ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جو لکيل آهي. ڪتاب کي هيٺين عنوانن ۾ ورهائي لکيو ويو آهي:

**سچل سرمست جو خاندان:** هن عنوان هيٺ حسب نسب، درازا، خواجه محمد حافظ، خواجه عبدالحق ۽ درگاهه جو سلسلو بيان ڪيو ويو آهي.

**سچل سرمست جي سوانح:** هن عنوان هيٺ نالي، ولادت، تربيت، بيعت، شادي، صورت ۽ سيرت، طالب، وفات ۽ تاريخي پسمنظر شامل آهن.

**سچل سرمست جون تصنيفون:** هن عنوان هيٺ سچل جي فارسي، اردو، سرائيڪي ۽ سنڌي شاعري ۽ ڪتابن جو جائزو ورتو ويو آهي.

**سچل جو سنيهو:** هن عنوان هيٺ وحدت الوجود، وحدت نامه ۽ حسن و عشق جو ذڪر آهي.

**فني خوبيون:** بيت ۽ ڪافيءَ جي گهاڙيٽن، زبان ۽ محاوري جو بيان شامل آهي. ان کانپوءِ بيتن ۽ ڪافين جو انتخاب، متفرقه ڪلام شامل ڪيو ويو آهي ۽ آخر ۾ ماخذ بيان ڪيا ويا آهن. ڪتاب جي پوين صفحن ۾ سچل شناس عالمن جون تصويرون به ڏنيون ويون آهن.

ڊيمي سائيز جي 152 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، سنڌي ادبي بورڊ 1984ع ۾ ۽ هي ٻيو ڇاپو 2006ع ۾ پڌرو ڪيو ويو آهي، جنهن جي قيمت 110 روپيا آهي.

**سچل جو فڪر (ڪتاب):** هي ڪتاب نوجوان نقاد ۽ اديب حزب الله آءِ. سومري جي سچل سيمينارن/ ڪانفرنسن ۾ پڙهيل ۽ سچل سرمست جو شخصيت، فڪر ۽ فلسفي تي لکيل تحقيقي مقالن جو ڪتاب آهي. ڪتاب جو انتساب سنڌي ادب جي محسن، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي نالي ڪيل آهي. مقالن جو وچور هن ريت آهي:

(1) حضرت سچل سرمست فاروقي، (2) دنيا کي تصوف جي ضرورت،




(3) قادري طريقي جو صوفي با صفا، (4) سچل سرمست جو فڪر، (5) سچل سرمست جو فڪر، (6) هين تو آپ الله..... (7) جاڏي ڪياڙي، سجدو تاڏي نه ٿئي، (8) ايجها ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ ٻڌيجي، (9) پاڻ سڃاڻڻ جو فلسفو ۽ ان جون صورتون، (10) من عرف نفسهٗ فقد عرف ربهٗ، (11) انگريزي سرڪار خلاف جدوجهد ۾ سچل سائينءَ جو ڪردار، (12) سچل جي نظر ۾ ملا جو ڪردار، (13) علامه غلام مصطفیٰ قاسميءَ وٽ سچل جي صوفياڻي فڪر جون خصوصيتون، (14) ڊاڪٽر بلوچ وٽ سچل جي صوفياڻي فڪر جون خصوصيتون، (15) حاميءَ وٽ سچل جي صوفياڻي فڪر جون خصوصيتون، (16) رشيد ڀٽيءَ وٽ سچل جي صوفياڻي فڪر جون خصوصيتون، (17) ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ وٽ سچل جي صوفياڻي فڪر جون خصوصيتون، (18) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جي سچل شناسي، (19) ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جي سچل شناسي، (20) برڪت بلوچ جي سچل شناسي، (21) سچل سرمست جي مستند رسالي جي ترتيب، آخر ۾ ليکڪ جو تعارف صنم سنڌو پنيرو ڪرايو آهي.

ڊيمي سائيز جي 127 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب پريت پبليشنگ هائوس، خيرپور آگسٽ 2011ع ۾ ڇپايو آهي ۽ ان جو ملهه 100 روپيه آهي.

**سچل جو ڪلام سنڌي ڪافيون ۽ بيت (ڪتاب):** سچل سرمست جي سنڌي ڪافين ۽ بيتن تي مشتمل هيءُ ڪتاب، گل محمد




ٽنيي ترتيب ڏنو آهي. رسالي ۾ الف- ب وار ترتيب سان ڪافيون ۽ بيت ڏنا ويا آهن. بيتن واري ڀاڱي ۾ سر آسا (پنج داستان)، سر گجري (ٽي داستان)، سر پيروي (چار داستان)، سر سهڻي (ڏهه داستان)، سر ڪوهياري (ڏهه داستان)، جهولڻو (ٽي داستان)، سسئي، سارنگ (ٽي داستان)، سر مومل راڻو (ٻه داستان)، سُر ڪاريهر (ٻه داستان)، هير رانجهو (ٻه داستان)، سر گندري، نوري ڄام تماچي (چار داستان)، سر ڪنيات، مارئي (اٺ داستان)، سر سورٺ (ٻه داستان)، سر پهاڙي، رونجهن سان

رهاڻ (ٻه داستان)، سر جوڳ (ٻه داستان)، سر مالڪوس (چار داستان)، ابيات متفرقه. سڀ نامي سميت رسالي ۾ آيل عربي ۽ فارسي عبارتن جي معنيٰ ۽ شرح ڏنل آهي.

رسالي ۾ سچل سرمست جي فڪري پهلوءَ جي ڇنڊڇاڻ، سچل سرمست جو تصوف، ديوان آشڪار ۽ رهبرنامہ بابت نوٽ به شامل آهن. نماڻي فقير جي دعا ۽ علي گوهر درازيءَ جو لکيل سچل جي حالات زندگي وارو مضمون پڻ ڏنو ويو آهي. سچل سرمست جي ڪلام تي هند ۽ سنڌ جي ڏاهي قلمڪار موتي لعل جوتوانيءَ جو لکيل تحقيقي ۽ تخليقي مضمون به رسالي جي شروع وارن صفحن ۾ درج آهي.

سچل جي ڪلام جي هن مجموعي جي اهميت ان ڪري به آهي ته محققن پاران سچل سرمست جي ڪلام جي خوبين کي پرکڻ لاءِ حافظ شيرازي ۽ ٻين صوفي شاعرن جي ڪلام سان ان جي ڀيٽ ڪئي وئي آهي. پڪي جلد سان، ڊيمي سائيز ۾ 548 صفحن تي مشتمل هن رسالي جي قيمت ڇاپايل ڪونہ آهي. هي رسالو 2005ع ۾ روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام:** سچل سرمست جو هي ڪلام، اصل ۾ سچل سائينءَ جي سچي عاشق مائي رُڪي ٻائي عرف نماڻي فقير جو ترتيب ڏنل هو. جيڪو 1952ع ۾ بڙودا هندستان مان شايع ٿيو هو. ان کي سچل جي ٻئي عاشق علي گوهر درازيءَ نئينءَ ترتيب ۽ واڌاري سان مرتب ڪيو آهي. نماڻي فقير واري رسالي ۾ اٽڪل 700 سنڌي، سرائيڪي ۽ اردو ڪلام ڏنل هئا. پر هن رسالي ۾ ٻيو ڪلام به شامل ڪيو ويو آهي. رسالي کي ٽن ڀاڱن: سنڌي، سرائڪي ۽ اردوءَ ۾




ورهايو ويو آهي. نماڻي فقير تنهي ڪلامن لاءِ سنڌي رسم الخط ڪم آندي هئي، پر نئين ترتيب ۾ رسم الخط ٻولين مطابق رکيا ويا آهن. رسالي ۾ 'حيات سچل' مان غلط روايتون به ڪڍيون ويون آهن. عاشقي الهام جو هي رڳو سنڌي ڀاڱو آهي. رسالي جي ابتدا ۾ ڊائريڪٽر سچل چيئر سخي قبول محمد فاروقيءَ جي نوٽ کان فهرست ڏني وئي آهي. فهرست بعد رسالي جي نئين سر ترتيب ڏيندڙ علي گوهر قاضي، رسالو سخي قبول محمد (چهارم) کي معنون/ منسوب ڪيو آهي. ان بعد ٻه اکر ان وقت جي وائيس چانسلر عبدالحميد ميمڻ جا ڏنا ويا آهن. جنهن بعد پنهنجي پاران ۾ علي گوهر قاضيءَ سرگوشڻ نماڻي فقير واري رسالي جي تفصيلن ۽ ان ۾ ٿيل واڌاري جو ذڪر ڪيو آهي.

هي رسالو سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور پاران 1995ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ڊيمي سائيز جي آرٽ پيپر جلد سان 520 صفحن تي مشتمل هن رسالي جي قيمت 350 روپيا آهي.

**سچل جو مڪتب (ڪتاب):** سچل سرمست جي مڪتبہ فڪر ۽ سچل شناسيءَ جي بنيادي محرڪن تي لکيل هن ڪتاب جو مصنف سنڌ جو ناليوارو اديب رشيد ڀٽي آهي. ڪتاب ۾ سچل جي تعليمات ۽ صوفياڻي طرز فڪر جي اپٽار ڪرڻ سميت سندس ڪلام جي فڪري پهلوءَ تي نظر وڌي وئي آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ سنڌي ٻوليءَ جي نامور شاعر ۽ عالم ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ لکيو آهي، جنهن ۾ هن سرمستي مڪتبہ فڪر کي سمجهائيندي سچل شناسيءَ بابت نقطن کي نروار ڪيو آهي.




ڪتاب ۾ شامل مضمونن ۾: سچل جو مڪتبہ خيال ۽ ڪردار، انسان جي عظمت، وحدت ۽ محبت جو شاعر، سچل جو علامتي اظهار، عشق امام سچوءَ جو يارو، سچل سارو سچ، سچل جي فن ۽ فڪر جو پس منظر ۽ محرڪ اچي وڃن ٿا. ڊيمي سائيز جي 52 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب سچل چيئر شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور پاران 1993ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. جنهن جي قيمت 20 روپيا آهي.

**سچل جون واديون (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب سچل سرمست جي زندگيءَ بابت لکيل اهم ڪتاب آهي، جيڪو سنڌ ۽ هند جي اديب، ڊاڪٽر ٻلديو مٽلاڻيءَ جي ايم. فل جي تحقيقي مقالي تي مشتمل آهي. هن مقالي جو موضوع حضرت سچل سرمست جي زندگي ۽ ڪلام آهي. هيءُ تحقيقي ٿيسز فاضل ليکڪ بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ 1985ع ۾ پيش ڪئي هئي، جنهن جو گائيڊ (رهبر) پروفيسر رام پنجواڻي هو. ڪتاب جا ابتدائي ٻه اکر، پروفيسر ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ تحرير ڪيا آهن ۽ مهاڳ ليکڪ خود لکيو آهي. ڪتاب ۾




حضرت سچل سرمست جي سوانح حيات ڏيڻ سان گڏ سچل سرمست جي فلسفي جو ڇيد ڪيو ويو آهي. ڪتاب ۾ هيٺيان عنوان شامل آهن: سوانح حيات، سچل جون واديون، طلب، حسن و عشق، وحدانيت، حيرت، معرفت، پاڻ سڃاڻڻ، سرمستي - بيپرواهي، فنا ۽ بقا.

ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي ٻلديو مٽلاڻيءَ جي تصوير سان گڏ نامور نقاد هيري ٺڪر جا هٿ اکري تاثرات ڏنا ويا آهن، جنهن ۾ هن لکيو آهي ته: "هي ڪتاب هڪ آجيان جوڳي ڪوشش آهي. ٻلديو اهو محسوس ڪيو ته سنڌيءَ ۾ شاعرن جي انهن جي وقت جي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي حالتن جي پسمنظر ۾ ڇنڊڇاڻ ڪرڻ جي ڪوشش تمام گهٽ ٿيل آهي ۽ سچل سائينءَ جي حالت ۾ به تهائين گهٽ. ان ضرورت کان محرڪ ٿي، هن سچل سائينءَ جي ڪلام تي تحقيق جي

ڪم ۾ هٿ وڌو آهي ۽ وڏيءَ ڌُن ۽ ڌيان سان هي ڪتاب لکيو آهي. سندس تحقيق جو موضوع به نئون نرالو آهي، جنهن ۾ سچل جي فڪر جي مختلف راوين تي روشني وڌي وئي آهي."

ڊيمي سائيز جي 130 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت چاليهه روپيا آهي، هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سنڌ تحقيقي بورڊ، حيدرآباد، 1991ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.




**سچل جي سيني ۾ سنگرام** (ڪتاب): هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر ملڪ نديم جا سچل سرمست بابت مختلف اخبارن، رسالن، تحقيقي جرنلن، مخزنن، سرمست ۽ آشڪارا رسالن ۾ ڇپيل تاثر، ڪالم ۽ مضمون شامل آهن، جن جو تفصيل هن ريت آهي: سچل جي سيني ۾ سنگرام، سچل بڪ هڙتال تي، عورت جا امنگ، دوها دوها دل، سچل جا خط خوشبو وارا، سچل سائين ۽ سياري جو سيءُ، ميڊيا ۽ سچل سرمست، سچل سرمست وٽ ماڻهن جي شڪايت، سچل سرمست ۽ غيرمادري زبان، انين پهر اُهاڻڪي روح جو ڪورنگ نه روپ، ڀٽائي ۽ سچل به هڪجهڙا به منفرد شاعر، سچل چيو: خود خدا ٻڌجو، ڀٽائيءَ ۽ سچل جي سُر سارنگ ۾ فرق، سچل ۽ اظهار جي آزادي، سچل سرمست جا حاڪم طبقن سان تعلقات، اردو ۽ سچل، سچل جي شاعريءَ ۾ جيتن، جانورن ۽ پکين جو ذڪر، سچل سرمست کي متاثر ڪندڙ پرڏيهي عالم ۽ صوفي، سچل سرمست جي فارسي شاعري، سچل سرمست جي سرائيڪي شاعري، سچل بنياد پرستيءَ کان دور، سچل جي شاعريءَ ۾ نماڻائي ڇو؟، سچل جو هڪ بيت آهي ته... سچل جون ڪافيون، سچل جي سٽن ۾ عورت جو آواز، سچل سان ڪچهري، سچل تي ڀٽائيءَ جو اثر، سچل سائينءَ جو محقق ۽ شارح - ڊاڪٽر صاحب ڪتاب جو انتساب- شيخ اياز، رسول بخش پليجي، قمر شهباز ۽ سراج جي نالي ڪيو آهي. پيش لفظ سندس فرزند سڪندر مهراڻ، چيئرمئن ڊاڪٽر ملڪ نديم اڪيڊمي، لکيا آهن.

ڊيمي سائيز جي 148 صفحن تي مشتمل، پڪي جلد سان هي ڪتاب ڊاڪٽر ملڪ نديم اڪيڊمي، خيرپور/ ڪنڊڪوٽ، آگسٽ 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي قيمت 100 روپيا رکي وئي آهي.




**سچل - ساڃاهه - شعور** (ڪتاب): حضرت سچل سرمست تي لکيل تحقيقي مقالن تي مشتمل هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر مخمور بخاريءَ جو تحرير ڪيل آهي. ڪتاب ۾ ڪل ڏهه مقالا آهن، جن ۾ حضرت سچل سرمست جي ڪلام سان گڏ فڪر، ڪردار بابت لکيو ويو آهي. ڪتاب جو مهاڳ 'ساجن ڇا مخمور ڪيتوئي' جي عنوان سان سرائيڪي عالم ۽ اديب ڊاڪٽر جاويد چانڊيي لکيو آهي. 'سچل، ساڃاهه، شعور' جي عنوان سان ڊاڪٽر مخمور بخاريءَ حضرت سچل سرمست ۽ ڪتاب بابت پنهنجا ويچار درج ڪيا آهن. هن ڪتاب کي سچل جي فهم ۽ فڪر پروڙڻ واري پسمنظر ۾ وڏي اهميت حاصل آهي.

143 صفحن تي مشتمل پڪي جلد سان، چار رنگي ٽائيٽل ۾، ڊيمي سائيز وارو هي ڪتاب پوپٽ پبليڪيشن هائوس، سنڌ بالڪ سنگت خيرپور ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ جنهن جي قيمت 120 روپيا آهي.




**سچل سارو سچ** (ڪتاب): هي ڪتاب ڊاڪٽر نواز علي شوق جو ترتيب ڏنل آهي. سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن سال 1989ع کي سچل جو سال ڪري ملهايو هو ۽ ان حوالي سان ڪراچيءَ ۾ بين الاقوامي سچل ڪانگريس ڪوٺائي وئي، ان موقعي جي نسبت سان ڊاڪٽر نواز علي شوق هي ڪتاب ترتيب ڏنو ۽ سگا ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب ۾ ڊاڪٽر نواز علي شوق جي مقدمي کان پوءِ هينين عالمن ۽ اديبن جا مقالا شامل ڪيا ويا آهن: (1) سچل سائينءَ جي ڪلام جا سرچشما (تنوير عباسي)، (2) سچل صوفي لاکوفي (ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻي)، (3) سچل سرمست (تيرٿ سڀاڻي)، (4) سماجي لسانيات جي روشنيءَ ۾ سچل جي شاعريءَ جو جائزو (ڊاڪٽر غلام علي الانا)، (5) منصور حلاج ۽ سچل (ڊاڪٽر اياز حسين قادري)، (6) پنيءَ ڄج مَڄل (حميد سنڌي)، (7) سچل ۽ بيدل (ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي)، (8) سچل سرمست جو جهولڻو (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (9) پريت جي پٽي (ڊاڪٽر گل حسن لغاري)، (10) سنڌي سماج ۽ سچل جي شاعري (ڊاڪٽر حيدر سنڌي)، (11) صوفي تحريڪ ۽ سچل سرمست (ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو)، (12) سنڌ ۾ قادري سلسلو ۽ سچل سرمست جو تاريخي تسلسل (پروفيسر امين الله علوي)، (13) درگاهه درازن جي سلسلي جا شاعر (خادم عباسي)، (14) سچل سائينءَ جي دور جا ڪافي گو شاعر (ڊاڪٽر نواز علي شوق)، (15) ڀٽائيءَ ۽ سچل جي سُر سارنگ ۾ فرق (ملڪ نديم)، (16) پاڻ سڃاڻ (ڊاڪٽر سليمان سولنگي)، (17) سچل سرمست سچ جو شاعر (احمد خان ملڪاڻي)، (18) سچل جي سنڌي ڪلام جو مختصر نموني جائزو (داد محمد خادم بروهي)، (19) ويهين صدي سچل جي صدي (محمد علي حداد)، (20) Union and Separation (Dedicated to the great & wise: Prof Gerd Lupkie, (21) Sachal Sarmast life and poetry (Mumtaz Mahar).

ڊيمي سائيز ۾ 25 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سنڌ گريجوئيٽ ائسوسيئيشن، ڪراچي 1989ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 45 روپيا آهي.

**سچل سارو سچ** (ڪتاب): هن ڪتاب ۾ حضرت سچل سرمست جي حياتيءَ، احوال ۽ تعليمات مان چونڊ قول ڏنا ويا آهن. ڪتاب جو مرتب: اردوءَ جو شاعر، نوابشاهه جو رهواسي احمد ضيا (مرحوم) آهي. ڪتاب هيٺين عنوانن ۾ ورهايل آهي:




(1) حضرت سچل سرمست جي زندگيءَ جو احوال، (2) سچل سرمست متعلق مختلف ماڻهن جا رايا، (3) سچل سرمست جي دور جون سياسي، سماجي، تاريخي ۽ مذهبي حالتون، (4) حضرت سچل سرمست سنڌ ۾ هفت زبان شاعر، (5) سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ صوفي مقام، درشهوار سيد، (6) تنهنجو منهنجو ۽ عوام جو شاعر سچل: قيمت هري سنگهاڻي، (7) حضرت سچل سرمست جا قول.

ٻن عالمن درشهوار سيد ۽ قيمت هري سنگهاڻيءَ جي مقالن ڪانسواءِ باقي ترتيب ۽ سهيڙ احمد ضيا جي آهي. ڊيمي سائيز جي 96 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سنڌيڪا ڪلب نواب شاهه/حيدرآباد 2007ع ۾ پڌرو ڪيو آهي. ڪتاب جي قيمت 60 رپيا آهي.




**سچل سارو سچ (پنجن ڪتابن جو سيٽ):** سچل چيئر، شاهه عبداللطيف چيئر خيرپور، سچل سرمست جي ڪلام ۽ فڪر تي مشتمل پنجن ڪتابن جو سيٽ 'سچل سارو سچ' عنوان سان هڪ پيٽيءَ ۾ ڇپائي، 2011ع ۾، سچل چيئر جي ائڊيشنل ڊائريڪٽر اياز گل ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن:

(1) **راڳ، صوفي ۽ سنڌ: تنوير عباسي:** هي ڪتاب، ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جي ستن (7) مقالن- سچل سرمست، سچل سرمست جو سنڌي ۽ سرائيڪي شاعريءَ تي اثر، سچل سرمست جي عروضي شاعري، سچل سرمست جي ڪلام جا قلمي سرچشما ۽ راڳ، صوفي ۽ سنڌ تي مشتمل آهي. (هن ڪتاب جي تفصيل لاءِ ڏسو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ڇهون).







(2) **سچل جي ڪلام ۾ خوديءَ جو تصور:** هي 64 صفحن تي مشتمل ڪتابڙو، مشهور محقق ۽ سچل شناس محمد علي حداد جي ائن مضمونن جو مجموعو آهي، جن جا عنوان هن ريت آهن: سچل سرمست جي ڪلام ۾ خوديءَ جو تصور، سچل جو پهريون سيرت نگار (فقير قادر بخش بيدل)، سچل سائينءَ جو اصلوڪو اردو ڪلام، سچل جي سسئي- عزم ۽ همت جي علامت، سچل سائينءَ جي ديس واسين سان محبت، سچل سائينءَ جي رحلت وارو عيسوي سن، سچل جي اشاعت جا مرڪز، سچل سرمست انساني وحدت جو مبلغ. هن ڊيمي سائيز جي ڪتاب جو ملهه 70 رپيا آهي.




(3) **Mysticism, Sindh & Sachal Sarmast:** هي 48 صفحن تي مشتمل انگريزي ڪتابڙو، اياز گل ترتيب ڏنو آهي، جنهن ۾ مرتب جي پيش لفظ (Forward) ۽ وائيس چانسلر نيلوفر شيخ جي پيغام (Message) ڪانسواءِ، حضرت سچل سرمست جي فڪر، شاعري ۽ فلسفي تي هيٺيان ڇهه اهم مضمون ڏنا ويا آهن:

1. The Inspirer: T. L. Vaswani
2. The Mono-Ideism of Sachal Sarmast: Dr. Nabi Bakhs Kazi
3. Mysticism Sindh and Sachal: Tanveer Abbasi
4. Sachal Sarmst, a Poet of Truth: Dr. Fahmida Hussain
5. Life and Personlaity: K. B. Advani
6. Sachal Sarmast- The Darvish from Draza: Muhamed Umer Memon

هن ڊيمي سائيز جي هن ڪتابڙي جي قيمت 60 رپيا آهي.

(4) **سچل سرمست ۽ سندس عشق نامه:** جرمن اسڪالر گرڊ ليوڪي، جرمن ٻوليءَ ۾ سچل سرمست جي زندگي ۽ شاعريءَ خاص ڪري 'عشق نامه' (فارسيءَ) جي اڀياس تي مشتمل هڪ ڪتابڙو لکيو هو، جنهن جو نامور دانشور ڊاڪٽر نبي بخش قاضيءَ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. ڪتاب ۾ 'سچل سرمست جي زندگي'، 'ڪلام ۽ عشق نامه'، 'سچل سرمست جو فلسفو'، 'وحدت- عشق- عقل'، 'ضميمو' ۽ 'آخري لفظ' جا عنوان شامل آهن. 80 صفحن جي ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 80 رپيا آهي.






(5) **شهيدِ حق حضرت حسين بن منصور حلاج: بيدل مسرور بدوي:** هي اردو ڪتابڙو، مشهور ليکڪ بيدل مسرور بدويءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ منصور حلاج جي سوانح ۽ فڪر جي بيان سان گڏ، سچل سرمست تي سندس اثر جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ان جو تفصيلي ذڪر انسائيڪلوپيڊيا جي 'ش' لفظ واري جلد ۾ ڪيو ويندو.

**سچل سائين** (ڪتاب): سچل سرمست بابت مضمونن جو هيءُ ڪتاب ڪريم بخش خالد جو لکيل آهي. ڪتاب ۾ حضرت سچل سرمست جي فڪر جي اپٽار ڪئي وئي آهي. ڪتاب جو پيش لفظ نامور اديب اي. ڪي بروهيءَ لکيو آهي. 'پنهنجي پاران' ۾ مصنف حضرت سچل سرمست جي سوانح، ڪلام جي شرح، مڪتب فڪر سميت پنهنجي همعصر دور ۾ سچل جي فڪر جي اهميت کي اجاگر ڪيو آهي. ڪريم بخش خالد مضمون 'سچل سائين' ۾ سچل جي زندگيءَ جي احوال سميت، حسب نسب، ان وقت جي سياسي، سماجي ۽ فڪري حالتن، صوفياڻي طرز فڪر، صوفي مڪتب فڪر، سچل جي فارسي، سنڌي، اردو شاعريءَ جي اپٽار، مذهبي نظريي، صوفياڻي طريقي، مڪمل تصنيفن جي ذڪر سميت سچل سرمست متعلق نامور عالمن جا رايا شامل ڪيا ويا آهن. ان کان سواءِ هيٺين موضوعن تي مضمون ڪتاب ۾ شامل آهن: اناالحق، سچل جو سنيهو، سچل جي ڪلام ۾ زندگيءَ جو نظريو، جوڳي آيو جوءِ ۾، سچل جي ادبي عظمت، جوئي آهيان سوئي آهيان، سچل جو ادبي مطالعو، دم دم جا ديدار، سچل ڪافي گو شاعر، سچل جو قاصد-ڪانگ، سچل جي ڪلام ۾ رومانوي عنصر، سچل جو سات ڪير ڏي، سچل جي شاعريءَ ۾ عشق جو بيان، راز نامي جو اپياس، چوڙ گمان گدائي والا، شملا چا بڌ شاهي دا، غزل بحر طويل جو مطالعو ۽ سچا سي سخن هاديءَ جا وغيره.




ڊيمي سائيز جي 200 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 20 روپيا آهي. ڪتاب جو انتساب مولانا عبيدالله سنڌي ۽ سچل جي طالب فقير نبي بخش ميمڻ جي نالي ڪيو ويو آهي. ڪتاب پندرهين صدي مطبوعات، ڪراچي، سنڌ طرفان 1983ع ۾ ڇپرايل آهي.

**سچل سچ هي سارا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سچل سرمست جي شاعريءَ جي اردو ترجمي ۽ ترتيب تي مشتمل آهي، جيڪو ترجمو سنڌي زبان جي ناماري اديب آغا سليم ڪيو آهي. ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ جي اڳوڻي سيڪريٽري احمد بخش ناريجي جي ابتدائي ٻن اکرن (عرض ناشر) کانپوءِ آغا سليم، سچل سرمست جي فڪر ۽ فهم تي 'گهونگهٽ کولنا، هنس هنس بولنا' عنوان هيٺ روشني وڌي آهي. ان بعد سچل جي ڪلام جو هيٺين ترتيب موجب ترجمو پيش ڪيو ويو آهي (ترجمي سان گڏ اصل سنڌي متن به ڏنو ويو آهي):




(1) حمد، (2) لغت، (3) اپني متعلق، (4) ريخته، (5) ڪافيان، (6) ابيات اور وائيان: (i) وحدت، (ii) حقيقت، (7) سسئي، (8) نوري، (9) مارئي، (10) مومل رانو (11) پورب، (12) جوڳ، (13) هير رانجها، (14) روجهون کي متعلق، (15) سارنگ، (16) مالڪوس.

هيءُ ڊيمي سائيز جو 309 صفحن، آرٽ پيپر ۽ پڪي جلد سان ڪتاب، ثقافت کاتي حڪومت سنڌ، آگسٽ 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 300 روپيا آهي.

**سچل سرمست** (ڪتاب): سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتي طرفان ٻاراڻي ادب کي هٿي وٺرائڻ واري هڪ رٿا هيٺ 'سنڌ جا سپوت' سلسلي جي هن ٻئي ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1990ع ۾ شايع ٿيو. هن ڪتاب جو ليکڪ اسلم سنديلو آهي. ڪتاب ۾ ٻارن جي معلومات لاءِ سنڌ جي ناماري صوفي شاعر حضرت سچل سرمست جي زندگيءَ ۽ ڪلام کي مختصر ۽ جامع انداز ۾ پيش ڪيو ويو آهي. ڪتاب ۾ سچل سرمست متعلق معلومات کانسواءِ سچل سائينءَ جي ڪلام جو تجزيو ۽ اهم ڳالهين جو بيان پڻ شامل آهي.




ڪتاب جو پيش لفظ مهتاب اڪبر راشديءَ جو لکيل آهي. رنگين ٽائٽل، ڪچي جلد سان هي ڪتاب ڪرائون سائيز ۾ آهي. هن ڪتاب جا 47 صفحا آهن ۽ قيمت صرف 10 روپيا آهي. ڪتاب جي ٻولي نهايت سليس، وڻندڙ ۽ عام فهم آهي.

**سچل سرمست** (ڪتاب): مشهور صوفي عالم ۽ اديب چيتنمل پرسرام، سچل سرمست بابت مني صدي اڳ 'سچل سرمست' عنوان سان ڪتاب لکي ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ناياب ٿي ويو هو. سچل چيئر شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور پاران نڪرندڙ تحقيقي جرنل 'آشڪار' جي ٻي ڪڙيءَ طور، محترم اياز گل، چيتنمل پرسرام جو ڪتاب 'سچل سرمست' ۽ لالچند امرڏنيمل جو ڪتاب 'سونهارو سچل' گڏي ترتيب ڏئي جون 1990ع ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا.



ڪتاب جي هڪ پاسي 'سچل سرمست: چيتنمل پرسرام' ۽ ٻئي پاسي 'سونهارو سچل: لعلچند امر ڏنو مل' جا ٽائٽل ڏنا ويا آهن. جڏهن ته ترتيب ۾ پهرين 'سونهارو سچل' ۽ پوءِ 'سچل سرمست' ڪتاب رکيا ويا آهن.




'سچل سرمست' جو پهريون ڇاپو، 1922ع ۾ نئين سنڌي لائبريري، حيدرآباد، پارتواسي پريس، حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو هو. جڏهن ته 'سونهارو سچل'، مارچ-اپريل

1916ع ۾ سنڌي ساهت سوسائٽي، ڪراچيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو هو. هي ڊيمي سائيز جي 90 صفحن تي مشتمل آشڪار-2 جو پرچو جون 1990ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو ۽ ان جي قيمت 30 روپيا آهي.

**سچل سرمست** (ڪتاب): هيءُ اردو ڪتاب سنڌ جي نامور اديب ۽ صحافي رشيد احمد لاشاريءَ جي سچل سرمست متعلق تحقيق تي مشتمل آهي. ڪتاب ۾ سچل سرمست جي سوانح حيات، دور ۽ حالتن، شجره نسب سميت ذاتي زندگيءَ کان ويندي وقت جي اوليائن ۽ صوفي بزرگن سان ميل ملاقاتن جي ذڪر ۽ سچل سرمست جي منتخب سنڌي ۽ سرائيڪي ڪلام جو ترجمو شامل آهي.

ڪتاب ۾ حضرت سچل سرمست جي خيالي تصوير ڪانسواءِ مخدوم طالب المولىٰ، قاضي علي اڪبر درازي ۽ رشيد احمد لاشاريءَ جون تصويرون بہ ڏنل آهن. ڪتاب جو انتساب مخدوم طالب المولىٰ جي نالي ڪيل آهي.

ڪرائون سائيز جي 384 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب سلطان اينڊ سنز ناشران و تاجران ڪتب، ڪراچيءَ پاران 1966ع ۾ ڇپايو ويو. جنهن جي قيمت 6 روپيا آهي.

**سچل سرمست** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سچل سرمست جي سنڌي، پنجابي، فارسي ۽ اردو ڪلام تي مشتمل آهي، جنهن مان اردو ڪانسواءِ باقي جو منظوم ترجمو شفقت تنوير مرزا ڪيو آهي. شفقت تنوير مرزا وڏو سچل شناس نظر اچي ٿو جنهن سچل جي ڪلام جي روح کي اردوءَ ۾ ترجمي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.



ڪتاب جو انتساب هنن لفظن ۾ ڪيو ويو آهي:

"سنڌ کي هيروئن ماروي کي نام،
جسي عمر سومرو کي شاهي محل مين نہ
اپنا ريگزار ڀولا اور نہ اپني غريب مارو."

انتساب ڪانپوءِ 'پهلي بات' عنوان هيٺ 50 صفحن جي طويل مهاڳ ۾ شفقت مرزا سچل سرمست جي شخصيت ۽ شاعريءَ جو ان وقت جي حالتن جي روشنيءَ ۾ تفصيلي جائزو ورتو آهي. ان بعد ڪجهه متن ۽ ترجمي بابت هن انهن ماخذن جو ذڪر ڪيو آهي، جتان هن سچل سرمست جي مختلف زبانن جي شاعريءَ جو انتخاب هٿ ڪيو آهي، جنهن بعد هڪ صفحي تي سچل سرمست جو 'شجره نسب' ڏنو ويو آهي. ان بعد ترتيبوار سنڌي، پنجابي (سرائيڪي) ۽ فارسي ڪلام (عشق نامہ، وصلت نامہ) جو منظوم ترجمو ڏنو ويو آهي ۽ آخر ۾ سچل سرمست جو اردو ڪلام شامل ڪيو ويو آهي.

ڊيمي سائيز جي 423 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب کي لوڪ ورثي جي قومي اداري اسلام آباد پاران 1980ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو ۽ ڪتاب جي قيمت 35 روپيا آهي.




**Sachal Sarmast** (ڪتاب): سچل سرمست جي شخصيت، زندگيءَ، فن ۽ فڪر تي مختلف عالمن جي مقالن تي مشتمل هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ ترتيب ڏنو آهي. هن ڪتاب ۾ هيٺين عالمن جا هيٺين عنوانن هيٺ مقالا ڏنا ويا آهن:

1. Attar of Sindh: Dr.. Annemarie Schimmel
2. A Theme of Sachal, Dr. C. Chackle
3. Sachal: Jethmal Parsram Gulrajani
4. A Vioce from the Desert, T. L. Vaswani
5. Divine Dwellers in the Desert, Gurdayal Malik
6. Sachal: Poet of Revolt, Prof. L. H. Ajwani,
7. Sufisim, Sachal and the World around Him, Amar Jalil
8. Mystism, Sindh and Sachal: Tanveer Abbasi

ڪتاب جو پيش لفظ (Forward) اڳوڻي وائيس چانسلر رشيد اي. شاهہ ۽ ايڊيٽر جو نوٽ (Editors' Note) تنوير عباسيءَ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز جي 98 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، سچل چيئر، شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور، 1989ع ۾ ڇپايو آهي ۽ ان جي قيمت 30 روپيا آهي.

**سچل سرمست اور ان ڪي اردو شاعري** (ڪتاب): اردوءَ ۾ ڇپيل هن ڪتاب جو مصنف نامور ليکڪ پروفيسر موهن لعل پريمي آهي. هن ڪتاب جو موضوع حضرت سچل سرمست جي حيات، فن ۽ فڪر جي اپٽار آهي. ڪتاب جو پيش لفظ پروفيسر فتح محمد ملڪ لکيو آهي. ان ڪانپوءِ ڪتاب جو مقدمو آهي، جيڪو مصنف جو لکيل آهي، جنهن ۾ ڪتاب جو مقصد، سچل سرمست جو احوال ۽ حوالي طور ڪم آندل ڪتابن جو ذڪر آهي. ڪتاب ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. پهرئين حصي ۾: 'سچل سرمست ڪي سوانح حيات' جا ٻہ باب آهن: (1) 'خانداني پسمنظر، مشاهير و مسند نشين'، (2) 'سوانحي خاڪا'، (3) سچل سرمست ڪي دور ڪي تاريخي، سياسي، مذهبي حالات اور علمي، ادبي ماحول.



حصو ٻيو: حضرت سچل سرمست جي اردو شاعريءَ جي مختصر جائزي تي ٽن بابن تي مشتمل آهي. (1) تصانيف ايڪ تعارف، (2) سچل سرمست ڪي عهد مين سنڌ ڪي اردو شاعري ڪا مختصر جائزہ،

سچل جي فن ۽ فڪر
بابت شايع ٿيل ڪتاب

(3) سچل سرمست کي اردو شاعري کا تحقيقي اور تنقيدي جائزه.

ڪتاب جي آخر ۾ ضميمو، اختتامي نتيجو ۽ حاصل مطلب جائزو، حوالا، حاشيا ۽ ڪتابيات جي فهرست ڏنل آهي. ڪتاب ۾ سچل سرمست جي طالبن جو به تفصيلي ذڪر ڪيو ويو آهي.

ڊيمي سائيز جي 170 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب رنگين ٽائيٽل ۽ پڪي جلد سان مقتدره قومي زبان 2004ع ۾ شايع ڪيو آهي. ڪتاب جي قيمت 105 روپيا آهي.

**سچل سرمست اور خواجہ فريد: فڪري مماثلت (ڪتاب):** هي ڪتاب سچل سرمست ۽ خواجہ غلام فريد جي سوانحي خاڪي سان گڏ سندس سرائيڪي ڪلام جي خاص منظوم ترجمي تي مشتمل آهي. گڏوگڏ ان ۾ خواجہ فريد تي سچل سرمست جي اثر کي به بيان ڪيو ويو آهي. هي اصل ترجمو رشيد احمد لاشاريءَ ڪيو هو، جنهن کي الطاف اثيم ترتيب ڏئي سچل چيئر، شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپورميرس طرفان ڇپايو آهي. ڪتاب ۾ ڊاڪٽر جاويد چانڊيي جو پر مغز مضمون 'خواجہ فريد ۽ سچل دي فڪري سانجھ' به ڏنو ويو آهي. ڊيمي سائيز جي 80 صفحن ۽ پڪي جلد واري هن ڪتاب جي قيمت 80 روپيا آهي ۽ ڪتاب، جون 2005ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**سچل سرمست: تاريخ، تصوف اور شاعري (ڪتاب):** حضرت سچل سرمست جي شاعريءَ جي فڪري پهلوءَ تي مبني هن ڪتاب جو مرتب ڊاڪٽر نواز علي شوق آهي. ڪتاب ۾ پبلشر نوٽ شمس جعفراڻي، سيڪريٽري ثقافت ۽ سياحت کاتي سنڌ جو لکيل آهي ۽ پيش لفظ ڊاڪٽر نواز علي شوق خود لکيو آهي. سچل شناسيءَ جي موضوع تي اردو زبان ۾ لکيل هن ڪتاب جو انتساب مرتب پنهنجي استادن پروفيسر ڪرار حسين ۽ پروفيسر ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ جي نالي ڪيو آهي. ڪتاب ۾ حضرت سچل سرمست جي سوانح عمريءَ سميت درازا مڪتب فڪر جي درويشن جو احوال ۽ سندن ڪلام جي جائزي سان گڏ حضرت سچل سرمست جي دور جي سياسي ۽ سماجي حالتن تي روشني وڌل آهي. ڪتاب ۾ پروفيسر عطا محمد حامي، پروفيسر ڪرار حسين ۽ نسيم امروهويءَ جا مضمون شامل آهن. ڪتاب جي آخر ۾ سچل جي سنڌي، سرائيڪي، اردو ۽ فارسي ڪلام جو انتخاب ڏنو ويو آهي. چار رنگي ٽائيٽل سان، ڊيمي سائيز جي 152 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتي، حڪومت سنڌ، 2005ع ۾ ڇپايو آهي، جنهن جي قيمت 150 روپيا آهي.




**سچل سرمست جا طالب (ڪتاب):** هي ڪتاب حضرت سچل سرمست جي طالبن: سيد خير شاهہ، گهرام فقير جتوئي ۽ فقير محمد صالح جو ڪلام ۽ سندن سوانح تي مشتمل آهي. ڪتاب جو ليکڪ ڊاڪٽر نواز علي شوق آهي. سچل سرمست جي طالبن ۽ سچل جي مڪتبہ فڪر جي ڦهلاءَ متعلق هيءُ نهايت اهم ڪتاب آهي. ڪتاب جو پيش لفظ پروفيسر ڊاڪٽر بشير احمد ميمڻ، وائيس چانسلر شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور، اداري پاران نوٽ ڊاڪٽر سخي قبول محمد فاروقيءَ ۽ به اکر ڊاڪٽر نواز علي شوق لکيا آهن. ڪتاب ۾ هر هڪ طالب جي جامع سوانح ۽ ڪلام ڏنو ويو آهي. ڪتاب جي آخر ۾ قلندر لعل شهباز، شاهہ خيرالدين، جيئي شاهہ، مير مبارڪ خان، مير نصير خان، مير مراد اول، محمد صالح درويش، شير خان پنيري ۽ پيرو شاهہ جو احوال ڏنو ويو آهي. ڊيمي سائيز ۾ ڪچي جلد، رنگين ٽائيٽل سان 144 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب 1998ع ۾ سچل چيئر، شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور پاران ڇپجي پڌرو ٿيو.




**سچل سرمست جو چونڊ ڪلام (ڪتاب):** سچل سرمست جي چونڊ ڪلام تي مشتمل هي انتخاب نامور محقق ۽ عالم ڪلياڻ بي. آڏواڻيءَ ترتيب ڏنو آهي. ڪتاب ۾ 'چونڊ بابت' عنوان هيٺ ڪلياڻ آڏواڻيءَ مختصر نوٽ ۾ ڄاڻايو آهي ته "سچل سرمست جو هي چونڊ ڪلام، مختلف رسالن کي نظر مان ڪڍي تيار ڪيو ويو آهي. انهيءَ نسبت ۾، خاص طرح، علي قلي بيگ، آغا صوفيءَ، نماڻي فقير ۽ عثمان علي انصاريءَ وارا نسخا قابل ذڪر آهن.




هي انتخاب ٻن حصن ۾ پيش ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ سچل سرمست جا بيت، جدا جدا داستانن جي صورت ۾ مضمونن مطابق ڏنا ويا آهن، ۽ ٻئي حصي ۾ سچل سرمست جون ڪافيون شامل آهن. بيتن ۽ ڪافين تي الڳ الڳ مهاڳ لکيا ويا آهن، جن ۾ انهن جا بنيادي خيال سمايل آهن. شروعات ۾ سچل سرمست جي زندگيءَ جو مختصر احوال ڏنو ويو آهي. هن انتخاب (چونڊ) ۾ سچل سرمست جي شاعريءَ ۽ فيلسوفيءَ جي ذاتي حُسن ۽ خوبيءَ کي نروار ڪرڻ جي ممڪن ۽ مڪمل ڪوشش ڪئي وئي آهي. ڊيمي سائيز جي 196 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو ساهتيہ اڪادمي نئين دهليءَ، 1979ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 15 روپيا آهي.

سچل جي فن ۽ فڪر بابت شايع ٿيل ڪتاب

**سچل سرمست جو ڪلام** (ڪتاب): ’سچل سرمست جو ڪلام‘ عنوان وارو هيءُ ڪتاب، مشهور محقق، ڊاڪٽر موتي لال جوتواڻيءَ، ساهتيه اڪادمي نئين دهليءَ پاران ڇپائي پڌرو ڪيو هو. جنهن جون پهريون ڇاپو 1995ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 1997ع ۾ شايع ٿيو. هن ڪتاب ۾ ابتدائي عنوانن جي فهرست هن ريت آهي:



تصوف، (2) ڏٺيءَ در وينتي: نماڻو فقير، (3) سچل سرمست جي شاعري: موتيلال جوتواڻي، (4) حيات سرمست: علي اڪبر درازي.

ان ڪانپوءِ سچل سرمست جي شاعري هيٺين عنوانن هيٺ ڏني وئي آهي: وحدت نامو: ڪافيون (الف- ب وار فهرست ۽ متن)، بيت (سُر وار)، جهولڻا، ابيات متفرقه ۽ سرءُ نامو. آخر ۾ صوفي اصطلاح، معنيٰ ۽ شرح ڏني وئي آهي.

ڊيمي سائيز جي 520 صفحن تي مشتمل پڪي جلد واري هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سچل سرمست جون سي حرفيون** (ڪتاب): حضرت سچل سرمست جي سنڌي ۽ سرائيڪي ڪلام مان سه حرفين جي انتخاب تي مشتمل هيءُ ڪتاب نامور ليکڪ آزاد قاضيءَ جو مرتب ڪيل آهي. ڪتاب ۾ سچل سرمست جي ڪلام جون ٽيهه اکريون (سي حرفيون) سُروار الف- ب جي ترتيب ۾ ڏنيون ويون آهن. سه حرفيون ۽ ڪتاب جو انتساب مرتب پنهنجي استاد لعل بخش پيرزادي ڪي ڪيو آهي. ڪتاب ۾ شاهه عبداللطيف يونيورسٽيءَ جي اڳوڻي وائيس چانسلر نيلوفر شيخ جا ٻه اکر به شامل آهن.




هن ڪتاب جو مهاڳ ڊاڪٽر نواز علي شوق لکيو آهي. ان ڪانسواءِ آزاد قاضي ’سچل جي شاعري، سنڌس سي حرفين‘ ۽ ڪلام، سوانح توڙي فن ۽ دور تي جامع انداز ۾ لکيو آهي.

رنگين جلد سان، ڊيمي سائيز جي 120 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور پاران 2008ع ۾ ڇپايو ويو. جنهن جي قيمت 120 روپيا آهي.

**سچل سرمست دا اردو ڪلام** (ڪتاب): سچل سرمست جي اردو شاعريءَ تي مشتمل هن ڪتاب جي ترتيب، حواشي ۽ مقدمو مهرخادم لکيو آهي. مهرخادم هي ڪتاب سرائيڪي ادبي مجلس بهاولپور لاءِ لکيو هو جنهن جي مقدمي (پهرئين حصي) جو سرائيڪي ترجمو ڊاڪٽر جاويد چانڊيي ڪيو آهي. ڪتاب ۾ سچل سرمست جي اردو ڪلام جو مڪمل متن شامل آهي.



ڊيمي سائيز جي 192 صفحن تي مشتمل پڪي جلد سان هي ڪتاب سرائيڪي ادبي مجلس بهاولپور، 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو جنهن جي قيمت 150 روپيا آهي.

**سچل سرمست سچ جو شاعر** (ڪتاب): هي ڪتاب نوجوان محقق ڊاڪٽر مخمور بخاريءَ جي تحقيقي مقالن تي مشتمل آهي. ڪتاب جو انتساب هن مشهور سچل شناس ۽ پنهنجي استاد پروفيسر ڊاڪٽر نواز علي شوق جي نالي ڪيو آهي. ڪتاب ۾ ليکڪ جا هيٺيان مقالا شامل آهن:




(1) انسانيت جو فڪر ڏيندڙ شاعر- سچل سرمست، (2) لوڪ روايتن جو امين- سچل سرمست، (3) سچل سرمست ۽ ان جا همعصر فارسي گو شاعر، (4) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي سچل سرمست جي شخصيت ۽ فڪر تي تحقيق، (5) سک رمز وجود وڃاوڻ دي.

ڊيمي سائيز ۾ 116 صفحن تي مشتمل، پڪي جلد سان هي ڪتاب ثقافت کاتي حڪومت سنڌ 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 200 روپيا آهي.

**سچل سرمست رح: سچ جي صدا** (ڪتاب): هي ڪتاب، سچل سرمست جي شاعري، فن، فڪر ۽ سندس دور تي روشني وجهندڙ مقالن جي ترتيب تي مشتمل آهي. ڪتاب جي مرتب سميه قاضي آهي. مقالن جا ليکڪ ڊاڪٽر اياز قادري (منصور حلاج ۽ سچل سائين)، آغا سليم (سچل سرمست ۽ سماع)، ڊاڪٽر غلام علي الانا (سچل سرمست جو تاريخي ادبي دور)، ڊاڪٽر هرو مل سدارنگاڻي (سچل- صوفي لاکوفي)، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو (سچل سائين محبوب جي حضور ۾)، ڊاڪٽر نواز علي شوق (سچل جي شاعري، تاريخ جي روشنيءَ ۾)، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو (سچل جو سرائيڪي ڪلام)، غلام مصطفيٰ قاسمي (حضرت سچل سرمست ۽ همه اوست)، ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر (انساني عظمت ۽ سچل سرمست)، دادا سنڌي (سچل جي حب الوطني)، تاج جويو (پنهنءَ ڇڄ م ڇُل)، ف. م. لاشاري (ڪلنگيءَ وارو ڪير؟)، محمد پنهل ڏهر (سچل سرمست جو



عاشق: پير حسام الدين راشدي)، امام راشدي (سچل جو شارح: تنوير عباسي)، ڊاڪٽر عطا محمد حامي (سچل جون فارسي مثنويون)، عثمان علي انصاري (سچل جو مطالعو ڪيئن ڪجي؟)، ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ (سچل سرمست صوفي ۽ شاعر جي حيثت ۾)، ڪريم بخش خالد (جوڳي آيو جوءِ ۾)، ادل سومرو (موجوده دور ۾ سچل سرمست جي ڪلام جي اهميت ۽ افاديت)، انعام شيخ (سچل سنڌ جو منصور)، ڊاڪٽر بشير احمد شاد (وحدت الوجود جو نظريو ۽ سچل سرمست)، ڊاڪٽر فهميده حسين (شاهه ۽ سچل جي شاعريءَ ۾ ڏک جو عنصر)، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي (سچل جو سنيهو)، حڪيم مولوي محمد صادق راڻيپوري (سچل سرمست جي شاعري) ۽ رشيد ڀٽي (سچل سارو سچ).

ڪتاب ۾ ناشر نوٽ عبدالعزيز عقيلي (سيڪريٽري ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ) جو آهي ۽ مقدمو ليکڪا جو لکيل آهي.

ڊيمي سائيز جي 208 صفحن تي مشتمل پڪي جلد سان هي ڪتاب ثقافت کاتي حڪومت سنڌ، جولاءِ 2012ع ۾ ڇپايو آهي ۽ ان جي قيمت 250 روپيا آهي.

**سچل سرمست شاعر هفت زبان** (ڪتاب): هي ڪتاب سچل سرمست جي عقيدتمند ۽ عاشق الحاج قاضي علي اڪبر درازيءَ اردو زبان ۾ لکيو آهي. ڪتاب هيٺين موضوعن ۾ ورهايل آهي. سوانح حيات، شرع جي پابندي، حالات بيخودي، رياست جي حڪام جي سات تعلقات، سچل سرمست منصور ثاني، سچل سرمست شاعر هفت زبان، سچل سرمست عاشق رسول الله، سچل سرمست عاشق بقابالله، سچل سرمست شهنشاهِ عشق، سچل سرمست مصنف اعظم، سچل سرمست معلم اعظم، سرمست بين الاقوامي رهبر، سچل سرمست صاحب حال و خيال، سچل سرمست مناجات، وفات حسرت آيات، اردو ڪلام - اردو معنيٰ.

ڊيمي سائيز جي 113 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سچل سرمست ڪوآپريٽو اڪيڊمي لميٽڊ سن 1966ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جو هديو ٻه روپيا آهي.

**سچل سرمست ـ محبتون ڪا پيامبر** (ڪتاب): هي اردو ڪتاب سچل سرمست جي شخصيت، زندگي، شاعري ۽ فڪر بابت مشهور عالم ڊاڪٽر طاهر تونسويءَ جو لکيل آهي. ڪتاب جو پهريون ورق (ٻه اکر) سچل چيئر جي اڳوڻي ائڊيشنل ڊائريڪٽر الطاف اثيم لکيا آهن ۽ پيش لفظ ليکڪ خود لکيو آهي. جنهن بعد اڳوڻي وائيس چانسلر عبدالرحيم ملڪ جا ٻه اکر ڏنا ويا آهن.

فاضل ليکڪ ڪتاب کي هيٺين عنوانن هيٺ ورهي لکيو آهي:




(1) سچل سرمست ايڪ تعارف، (2) سچل سرمست ڪي ڪلام ڪي نظري و فڪري اساس، (3) سچل سرمست رومان ڪي راهون پر، (4) سچل سرمست ڪي شاعري ڪي موضوعات، (5) سچل سرمست صوفي شاعرون ڪي سرخيل، (6) محبتون ڪا پيامبر- سچل سرمست، (7) فرموداتِ سچل ڪا آئينہ خانہ، (8) سچل سرمست ڪا منتخب ڪلام. الف: سرائيڪي ڪلام، ب: اردو ڪلام.

ڊيمي سائيز ۾ 109 صفحن تي مشتمل پڪي جلد سان هي ڪتاب سچل چيئر شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور، آگسٽ 2006ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.

**سچل سرمست: هڪ مطالعو** (ڪتاب): هن ڪتاب ۾ نامور محقق ۽ اديب ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جا، سچل سرمست جي شخصيت، شاعري، شاعريءَ جي هيئت ۽ سنگيت بابت مقالا شامل آهن. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو 1982ع کان وٺي خيرپور ۾ سچل ادبي ڪانفرنسن ۾ شريڪ ٿيندو رهيو ۽ اُتي پڙهيل مقالا سچل يادگار ڪميٽيءَ جي 'سرمست' ڪتابي سلسلي ۾ شايع ٿيندا رهيا هئا. اهي سمورا مقالا هن ڪتاب ۾ شامل آهن، جن جو تفصيل هن ريت آهي:




(1) سچل سرمست جو سرائيڪي شاعرن ۾ مقام، (2) سچل شاعر ۽ شخص، (3) تصوف ۽ رواداري، (4) سچل سرمست جي فارسيداني ۽ وصلت نامہ، (5) سچل جي وسعت، (6) روجهن ساڻ رهاڻ، (7) سچل سرمُست جو جهولڻو، (8) سچل جو مالڪونس، (9) سچل جي جماليات، (10) آيا مُک ويکڻ، (11) سچل جا گهاڙيٽا، (12) سچل جي نظر ۾ عالمي ڀائيچارو، (13) سک درس سچل، (14) ٽوڙ رواج ۽ رسمون ساريون، (15) سچل سرمست جي ڪلام ۾ مضمون، (16) مارئي، سچل سرمست جي ڪلام ۾، (17) اُتي پيو وڃي خيال منهنجو، (18) سوچ جو سرگم، (19) سچل سنگيت، (20) سچل سائين مجازي محبوب جي نظر ۾، (21) سچل سرمست- متفرق ڪلام، هيئت ۽ معنيٰ.

ڊيمي سائيز جي 136 صفحن وارو هي ڪتاب، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور، جون 2009ع ۾ شايع ڪيو آهي ۽ ان جي قيمت 140 روپيا آهي.

سچل جي فن ۽ فڪر
بابت شايع ٿيل ڪتاب

**سچل سرمست ۽ ان جا همعصر** (ڪتاب): هي ڪتاب نوجوان اديب، محقق ۽ سچل شناس ڊاڪٽر مخمور بخاريءَ جي پي. ايڇ. ڊي جي تحقيقي مقالي تي مشتمل آهي. ڊاڪٽر مخمور بخاريءَ هي تحقيقي مقالو پروفيسر ڊاڪٽر نواز علي شوق جي رهبريءَ ۾ 2007ع ۾ لکي پورو ڪيو، جنهن تي کيس ڊاڪٽريءَ جي سند حاصل ٿي. هي ڪتاب پنجن بابن تي مشتمل آهي.

**باب پهريون:** سچل سرمست جي سوانح حيات: هن ۾ سلسلہ نسب سان گڏ (الف) فاروقي خاندان جي سنڌ ۾ آمد ۽ درگاهہ درازا شريف جي سلسلي جي ڏهن بزرگن جو ميان صاحبڏني فاروقيءَ کان وٺي سخي قبول محمد (چهارم) جو تذڪرو شامل آهي. (ب) سچل سائينءَ جي سوانح حيات: هن ۾ ولادت، ننڍپڻ، تعليم ۽ تربيت کان وٺي همعصرن سان لاڳاپن، وصال، مدفن ۽ روضي جو ذڪر شامل آهي.

**باب ٻيو:** سچل سرمست جي دور جو جائزو: هن باب ۾ ڪلهوڙا دور حڪومت، ٽالپر دور حڪومت، سنڌ جي ورهاست رياست خيرپور جي تاريخ ۽ اتان جي مير حڪمرانن جو تذڪرو ڏنو ويو آهي.

**باب ٽيون:** سچل سرمست جي شاعريءَ جو مختصر جائزو: هن باب ۾ (الف) ۽ (ب) هيٺ سچل سرمست جي شاعريءَ جو فني ۽ فڪري جائزو ورتو ويو آهي.

**باب چوٿون:** سچل سرمست جا همعصر: هن بابت هيٺ (الف) طالب/ ٻالڪا، (ب) عقيدتمند، (ج) دوست تذڪري هيٺ آندا ويا آهن.

**باب پنجون:** سچل سرمست جا همعصر شاعر (تقابلي اڀياس) ان بعد حوالا، حاشيا ۽ ببليوگرافي ڏني وئي آهي.

ڊيمي سائيز جي 352 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ، 2011ع ۾ ڇاپيو آهي ۽ اُن جي قيمت 300 روپيا آهي.

**سچل سرمست ۽ ان جي همعصر شاعرن جي ڪلام جو بياض:** هيءَ قلمي نسخو بياض جي صورت ۾ سچل سرمست لائبرري خيرپور ۾ موجود آهي، جنهن ۾ گهڻو تڻو حضرت سچل سرمست جو سنڌي، سرائيڪي، هندي ۽ اردو ڪلام آهي. ان کان سواءِ گهرام فقير، گل محمد، قلندر شاهه، خير شاهه، شاهه حسين، نبي بخش، محڪم الدين سيلانيءَ، مراد فقير، روحل فقير، حافظ عبدالله، جمعي فقير، نانڪ يوسف ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جون وايون ۽ ڪافيون، شاهه شرف هڪ اردو ڪلام ۽ هڪ نامعلوم سنڌي شاعر جو امام حسين عليہ السلام جي شان ۾ چيل هڪ مرثيو پڻ بياض ۾ شامل آهن. هيءَ سمورو ڪلام سنڌي، اردو، سرائيڪي ۽ فارسي ٻولين ۾ آهي. نسخو مجموعي طور 256 صفحن تي مشتمل آهي، بياض جو وچ وارو حصو ڪجهه قدر ڦاٽل آهي، جتان ڪجهه ڪلام ضايع ٿي ويو آهي. هيءَ نسخو فقير اميربخش ميتلي صوفي القادريءَ جو ترتيب ڏنل ۽ ڪتابت ڪيل آهي، پر ڪتابت جو سال ڄاڻايل ڪونهي. هيءَ قلمي بياض فقير امير بخش ميتلي جي فرزند پنهنجي والد کان حاصل ڪري سچل سرمست لائبريريءَ جي اڳوڻي لائبريرين مشتاق احمد گاد جي معرفت ڏنو.

هيءَ نسخو اڻپورو آهي، جو اڳياڙي ۽ پڇاڙيءَ وارا صفحا ڦاٽل اٿس. هن ۾ 348 ڪافيون آهن. قديم شاعراڻي ورثي جي نسبت هيءَ بياض علمي ۽ ادبي تحقيقدانن لاءِ وڏي اهميت وارو آهي.

**سنڌ جو سرمست** (ڪتاب): سچل شناسيءَ جي موضوع تي آڏاريل هي ڪتاب نوجوان ليکڪ، شاعر ۽ محقق رڪيل مورائيءَ سهيڙيو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي نامور اسڪالرن ۽ اديبن جا سچل سرمست جي باري ۾ مختلف موضوعن تي مضمون ۽ مقالا ڏنا ويا آهن. هن ڪتاب جو 'ناشر نوٽ' ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ جي اڳوڻي سيڪريٽري شمس جعفراڻيءَ جو لکيل آهي. 'سهيڙيندڙ پاران' پنهنجي نوٽ ۾ ڪتاب جي اهميت ۽ ضرورت بابت ويچار ونڊيا ويا آهن.




هن ڪتاب ۾ خانبهادر محمد صديق ميمڻ، مولانا دين محمد وفائي، تيرٿ بسنت، آسانند مامتوراءِ، جهمٽمل ڀاوناڻي، لال سنگهه اجواڻي، پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي، شيخ اياز، گوبند مالهي، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر موتي لال جوتواڻي، ڊاڪٽر نواز علي شوق، ڊاڪٽر موتي پرڪاش، سخي قبول محمد فاروقي، ڊاڪٽر ديال آشا، ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ، منور بليدي، ڊاڪٽر هدايت پريم، پروفيسر سوتياداس شرما، ڊاڪٽر تهمينہ مفتي، ڊاڪٽر هلديو مٽلاڻي، نواز رڪٽائي، اندر لال سوماڻي، مهر خادم، وليرام ڪشناڻي، نصير سومرو، پوڄاري هرواڻي، ناهيد نواز، رام ڪرشن آڏواڻي، تيغ قابل ۽ ٻين جا مضمون شامل آهن.

ڊيمي سائيز جي 310 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، رنگين ٽائيٽل واري پڪي جلد سان ثقافت ۽ سياحت کاتي، حڪومت سنڌ پاران سال 2009ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي، جنهن جي قيمت 300 روپيا رکي وئي آهي.

**سنڌ جو عطار** (ڪتاب): حضرت سچل سرمست بابت ڊاڪٽر نواز علي شوق جو هي ڪتاب ٻن ڏهاڪن کان سچل سرمست ادبي ڪانفرنس ۾ پڙهيل سندس ادبي ۽ تحقيقي مقالن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ سچل سائينءَ جي سوانح، سلسلي، سياسي ۽ سماجي پسمنظر، شاعريءَ، سچل جي طالبن وغيره بابت تحقيقي مواد موجود آهي. ڪتاب ۾ شامل مقالن جي ترتيب هن ريت آهي: (1) سچل سرمست جي ڪلام سان ٿيل




ڪتاب ۾ شامل مقالن جي ترتيب هن ريت آهي: (1) سچل سرمست جي ڪلام سان ٿيل زيادتين جا مثال، (2) سنڌي ڪافيءَ جو سرواڻ: سچل سرمست، (3) سچل سائينءَ جي ڏوهيڙن ۾ اڪرين جو مضمون، (4) سچل جي شاعري تاريخ جي روشنيءَ ۾، (5) سچل سرمست جي سرائيڪي شاعري، (6) سچل سرمست جو طالب گهرام فقير جتوئي، (7) سچل سائينءَ جي ڪلام ۾ صوفياڻا اصطلاح، (8) سخي قبول محمد ٻئي جي سلسلي جا شاعر، (9) سچل سرمست جو ساقي نامو، (10) آڪيداس (سچل سائينءَ جو هڪ محبوب صوفي)، (11) سيد خير شاهه، (12) سچل سرمست ۽ ڪن ٻين شاعرن جي ڪلام جو ناياب نسخو، (13) فقير محمد صلاح، (14) حضرت سچل سرمست- سنڌ جو عطار.

## سچل جي فن ۽ فڪر بابت ڇپيل 'س' اکر کان سواءِ ٻيا ڪتابَ:

**سچل سرمست** جي فن ۽ فڪر بابت ڪافي تحقيق ٿي آهي ۽ هند سنڌ ۾ ڪيترائي ڪتاب ڇپيا آهن. ان کان سواءِ سندس سنڌي ۽ سرائيڪي شاعريءَ تي مشتمل ڪيترا رسالا پڻ ڇپجي پڌرا ٿيا آهن. جن مان 'س' اکر سان شروع ٿيندڙ اڪثر رسالا ۽ ڪتاب **انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا** جي هن جلد **(ستين)** ۾ شامل ڪيا ويا آهن. جڏهن ته ڪيترا رسالا ۽ ڪتاب الف- ب جي ٻين 'اکرن' سان شروع ٿيڻ ڪري، انهن اکرن سان شروع ٿيندڙ جلدن ۾ به اچي ويا آهن. باوجود ان جي سچل شناسيءَ بابت شايع ٿيل ڪجهه اهم ڪتابن، رسالن وغيره جو مختصر ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

**آري اڇين شال:** حميد سنڌي: سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور پاران 1993ع ۾ ڇاپايل هن ڊيمي سائيزجي ڪتاب ۾ مشهور اديب حميد سنڌيءَ جا 8 مقالا/ مضمون (الستي آواز، مون ليان توسان، پنيءَ جج نہ ڄُل، سچل جي هير ۽ سچل جو رانجهو، سچل جو سچ، آري اڇين شال، ماضيءَ جا صوفي، اڄ جا مسيحا ۽ يار سچوءَ رنگ لايو) شامل آهن.

**آشڪار:** هي سچل چيئر شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور پاران نڪرندڙ تحقيقي جرنل آهي، جنهن جا 8 پرچا شايع ٿي چڪا آهن:




**آشڪار-1:** 1989ع سچل جو سال، ايڊيٽر اياز گل، ٻانهن ٻيلي محمد علي حداد. هن ۾ 13 عدد تحقيقي مقالا شايع ڪيا ويا آهن.

**آشڪار- 2:** ايڊيٽر: اياز گل، ٻانهن ٻيلي: اياز گل، جون 1990ع، هن ۾ لعلچند امر ڏني مل جي 1916ع ۾ ڇپيل 'سونهارو سچل' ۽ جيٺمل پرسرام جي 1922ع ۾ ڇپيل 'سرمست' ڪتابن کي ٻيهر شايع ڪيو ويو آهي.

**آشڪار-3:** مرتب اياز گل، ٻانهن ٻيلي: محمد علي حداد 1 مارچ 1993ع، هن پرچي ۾ سگا جي سچل بين الاقوامي ڪانگريس (1989ع) جا ڪجهه اهم سنڌي، سرائيڪي، اردو ۽ انگريزي مقالا شايع ڪيا ويا آهن.

**آشڪار-4:** مرتب: اياز گل، ٻانهن ٻيلي: محمد علي حداد، جولاءِ 1994ع هن پرچي ۾ ڊاڪٽر بلوچ ۽ سخي قبول محمد جون تقريرون ۽ سنڌي ۽ اردو 15 مقالا آهن.

**آشڪار-5:** مرتب: الطاف اثيم، ٻانهن ٻيلي: مهر خادم ۽ يوسف خشڪ، آڪٽوبر 1999ع هن پرچي ۾ سنڌي ۽ اردوءَ ۾ 13 مقالا شايع ڪيا ويا آهن.




**آشڪار-6:** مرتب: الطاف اثيم، جون 2005ع، هن پرچي ۾ 6 تحقيقي مقالا شايع ڪيا ويا آهن.

**آشڪار-7:** مرتب: الطاف اثيم سيپٽمبر 2007ع هن تحقيقي جرنل ۾ 16 مقالا شايع ڪيا ويا آهن.

**آشڪار-8:** مرتب: الطاف اثيم، سيپٽمبر 2008ع، هن پرچي ۾ 10 مقالا شايع ڪيا ويا آهن.

**آکيا سچل ني (ڪتاب):** پنجابي زبان جي مشهور اسڪالر شفقت تنوير مرزا، هي ڪتاب پنجابيءَ ۾ لکيو آهي ۽ پنجابي ادبي بورڊ جي ڪلاسيڪي شاعرن ۽ شاعريءَ بابت ڇپيل ڪتابن جي 20 ڪڙيءَ طور شايع ٿيل آهي. هن ڪتاب ۾ شفقت مرزا جو لکيل 58 صفحن جو طويل مقدمو 'سچل سائين سنگ سنجهہ' وڏي اهميت جوڳو آهي، جنهن ۾ هن اعتراف ڪيو آهي ته، "جڏهن انگريز برصغير ۾ آيو ته هن سنڌين کي ماءُ جي ٿڃ تي ڇڏي (يعني سنڌي زبان پڙهائيءَ جو ذريعو بڻي) ۽ پنجابين کي 'سُڪي کير' (پائوڊر ملڪ) تي تاتڻ شروع ڪيو ائين پنجابي بابا فريد، بلهي شاهه، سلطان باهو، خواجہ فريد ۽ وارث کي ٿي پلجي ويا." هن تاريخي مهاڳ ۾ فاضل ليکڪ سچل سرمست جي دور جي سماجي، سياسي ۽ اقتصادي حالتن جو تفصيلي تنقيدي جائزو ورتو آهي ۽ انهن حالتن جي پسمنظر ۾ سندس شاعريءَ تي روشني وڌي آهي. هن مغلن، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دور سان گڏ انگريز جي آمد ۽ سازشن جو به تفصيلي ذڪر ڪيو آهي ۽ سچل جي انسان شناسي، وطن دوستي، مستقبل بيني، سماجي ۽ قومي ايڪتا واري پيغام کي تحقيقي ۽ تنقيدي جائزي هيٺ پيش ڪري هڪ محقق جو حق ادا ڪيو آهي.




تفصيلي مقدمي/ مهاڳ، ڪانپوءِ سچل سائينءَ جي دعا (ننگڙا نماڻي دا...) ۽ نعت ڏئي، حسن ۽ عشق هيٺ دوهيڙا ۽ سروار ڪافيون ۽ جهولڻا ڏنا آهن. ان بعد هير رانجهو بابت بہ ٽيهہ اکرين ۽ مختلف سرن تي مشتمل ڪافيون ڏنيون ويون آهن. اهڙيءَ ريت تصوف عنوان هيٺ

پڻ مختلف سرن مان ڪافيون ڏنيون ويون آهن. آخر ۾ سر ريختو بروو هيٺ ڇهه اردو غزل ڏنا ويا آهن. ڊيمي سائيز جي 424 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، پاڪستان پنجابي ادبي بورڊ لاهور، جنوري 1996ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 60 روپيا آهي.

**آءُ درازا هل**: هي ڪتاب تاج جويي جو ترتيب ڏنل آهي، هن ۾، سچل سرمست بابت شيخ اياز نثر يا شعر ۾ جيڪي ڪجهه لکيو آهي، اهو سمورو مواد تاج جويي چونڊي ترتيب ڏئي، روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي: ڪتاب ۾ تاج جويي جو پيش لفظ 'منهنجو هڪ سچل' عنوان سان ڇپيو آهي ۽ باقي مواد هيٺين عنوانن ۾ ورڇي ڏنو ويو آهي: (1) سچل سرمست جهومي رهيو آهي، (2) اسان پٽائي ۽ درازيءَ جي روايت جا امين آهيون، (3) سرمست، سي سچل ٿيندا آهن، (4) سچل سرمست جي عظمت، (5) امن ۽ انسانيت جو شاعر، (6) چرخي چت نه لڳندا ۽ (7) شاهه، سچل ۽ سامي- سيمينار.

Study of Mysticism in Daraza School of Sufi Thought: هي ڪتاب سخي قبول محمد درازي چوٿين، سجاده نشين درگاهه سچل سرمست جي، ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جي رهبريءَ ۾ لکيل پي. ايڇ. ڊي جو تحقيقي مقالو آهي، جنهن جو پهريون ڇاپو 2002ع ۾ شايع ٿيو ۽ هي ٻيو ڇاپو ثقافت ۽ سياحت کاتي حڪومت سنڌ، 2009ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ڊيمي سائيز جي 224 صفحن تي مشتمل پڪي جلد سان هن ڪتاب جي قيمت 400 روپيا آهي (تفصيل: انسائيڪلوپيڊيا، جلد -4).

**انتخاب سرائيڪي ڪلام: از سچل سرمست** (ڪتاب): هي ڪرائون سائيز جو ڪتاب قاضي علي اڪبر درازيءَ جو ترتيب ڏنل آهي. ڪتاب ۾ سچل سرمست جي مختصر سوانح اردوءَ ۾ قاضي علي اڪبر درازيءَ جي لکيل آهي، جڏهن ته پيش لفظ سنڌيءَ ۾ عطا محمد حاميءَ لکيو آهي، جنهن بعد سچل جي سرائيڪي ڪلام جو انتخاب ڏنو ويو آهي. آخر ۾ علي اڪبر درازيءَ پنهنجي پڻ ڪجهه شاعري ڏني آهي.

ڪرائون سائيز جي 43 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب قاضي علي اڪبر درازيءَ 1973ع ۾ ڇپايو هو جنهن جو هديو 2 روپيا آهي.

**حضرت سچل سرمست عظيم شاعر و مفڪر** (ڪتاب): مشهور محقق ۽ عالم ڊاڪٽر نواز علي شوق، سچل سرمست جي شخصيت ۽ فڪر بابت مختلف عالمن ۽ اديبن جي اردوءَ ۾ لکيل مقالن کي ترتيب ڏئي، ثقافت کاتي حڪومت سنڌ پاران جولاءِ 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. مقدمو مرتب جو لکيل آهي. ڪتاب ۾ اردو ۽ سنڌي زبان جي هيٺين عالمن جا مقالا شامل آهن:

(1) سچل، تاريخ، تصوف اور شعر: پروفيسر ڪرار حسين، (2) سچل سرمست ڪي اردو اور فارسي شاعري: نسيم امروهوي، (3) شاعر حق نوا، سچل سرمست: پروفيسر آفاق صديقي، (4) حضرت سچل سرمست بحيثيت سرائيڪي صوفي شاعر: جاويد احسن، (5) سچل سرمست: ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ، (6) سنڌ ڪي سرمست: شيخ عبدالرزاق راز، (7) سچل وحدت ڪي پيامبر: شفيع محمد علوي، (8) سچل ڪا اردو ڪلام: احسان احمد بدوي، (9) سچل سرمست ڪي سرائيڪي شاعري: صديق طاهر، (10) سچل سرمست ڪي مثنوي وحدت نامه اجمالي جائزه: پروفيسر ابراهيم خليل، (11) سچل عظيم شاعر و مفڪر: قاضي علي اڪبر درازي ۽ (12) سچل ڪلاسڪ: شمشير الحيدري.

ڊيمي سائيز جي 128 صفحن تي مشتمل پڪي جلد سان هن ڪتاب جي قيمت 250 روپيا آهي.

**حضرت سچل سرمست، شخصيت اور فن** (ڪتاب): حضرت سچل سرمست جي شاعريءَ جي فن توڙي شخصيت متعلق اردو زبان ۾ هيءُ ڪتاب، سنڌ جي نامور اديب ۽ عالم، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جو لکيل آهي، جيڪو ڪتاب اڪادمي ادبيات جي رٿا 'پاڪستاني ادب ڪي معمار' جي ڪڙي آهي. ڪتاب ۾ پيش نامه افتخار عارف ۽ پيش لفظ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جو لکيل آهي. ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ سچل سرمست جي ڪلام جا ماخذ ڏنا ويا آهن. ان ڪانپوءِ درگاهه درازا جي سجاده نشينن جي فهرست ڏني وئي آهي. ڪتاب ۾ هيٺيان مضمون شامل آهن: (1) سچل سرمست ڪا دور، (2) سوانح حيات، (3) شعر و شاعري، (4) شاهه اور سچل، (5) ڪلام سچل مين چند اهم موضوعات، (6) سچل سرمست ڪي همعصر، (7) معتقد اور مريد شعراءِ، (8) انتخاب اور غزليات، (9) انتخاب سرائيڪي ڪلام، (10) ڪافيان، (11) انتخاب فارسي ڪلام، (12) انتخاب سنڌي ڪلام.



ڊيمي سائيز ۾ رنگين جلد سان 120 صفحن واري هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي. هيءُ ڪتاب پاڪستان اڪادمي ادبيات، اسلام آباد پاران 2008ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**دلين جا سجدا_ سچل** (ڪتاب): هي ڪتاب الطاف اثيم جو ترتيب ڏنل آهي، جنهن ۾ سچل سرمست جي حضور ۾ شاعرن جو منظوم نذرانو پيش ٿيل آهي. منظوم خراج پيش ڪندڙ شاعرن ۾ قادر بخش بيدل، فقير نانڪ يوسف، فقير غلام حيدر گودڙيو، مينگهو فقير شر، گهرام فقير جتوئي، عبدالله فقير، موريو فقير سومرو، خدا بخش فقير عباسي، ماستر احمد علي، محمد بخش 'ڪوجهي'، راضي فقير درازي، شيخ اياز، فقير نادر علي پناڻ، فقير رجب علي دلسوز، قاضي علي اڪبر درازي، عطا محمد حامي، رشيد احمد لاشاري، اظهر گيلاني، نواز علي شوق، قطب الدين تاب، شمشير الحيدري، استاد بخاري، امداد حسيني، اميد خيرپوري، احمد خان آصف، تاجل بيوس، فتاح ملڪ، تاج بلوچ، ملڪ نديم، خاڪي جويو، ادل سومرو، عنايت بلوچ، مقصود گل، تاج جويو، هدايت بلوچ، پروانو ڀٽي، اياز گل، مهيسر خادم رفيقي، جمال الدين مومن، منير سولنگي، الطاف اثيم، مختيار ملڪ، مختيار گهمرو، اختر درگاهي، مهر خادم، قربان منگي، نظام زائر، برڪت آزاد ۽ ٻيا شامل آهن.




ڊيمي سائيز جي 128 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سچل چيئر 2008ع ۾ ڇپايو ۽ ان جي قيمت 120 روپيا آهي.

**دو درويش: گرونانڪ + سچل سرمست** (ڪتاب): هن اردوءَ ۾ شايع ٿيل ڪتاب جو ليکڪ: گوبچن سنگهه طالب ۽ ڪلياڻ بولچند آڏواڻي آهن. گرونانڪ جي زندگي، تعليمات، تخليقات ۽ سندس شاعريءَ ۾ موجود سماجي شعور، درد، ملڪي محبت، روحاني مستي، يوگ ۽ معرفت جي راهه بابت گوبچن سنگهه طالب لکيو آهي، جڏهن ته سچل سرمست جي حيات، شخصيت، صوفياڻي عظمت، شاعرءَ ۽ ان ۾ ڪثرت ۽ وحدت، جوڳ ۽ جوڳي، حسن ۽ محبت، خدا پرستي وارن عنوانن، سچل جي ڪافين ۽ ٻين ٻولين جي اثر بابت ڪلياڻ آڏواڻي صاحب لکيو آهي. هي ڊيمي سائيز جي پڪي جلد سان 164 صفحن تي مشتمل ڪتاب شاهه پبليڪيسن لاهور ڇپايو آهي ۽ ان جي قيمت 99 روپيا آهي.




**ديوان آشڪار**: سچل سرمست جي ديوان آشڪار فارسيءَ جو اردو ترجمو رديف الف کان رديف ميم تائين قاضي علي اڪبر درازيءَ ڪيو آهي. ڊيمي سائيز جي 208 صفحن تي مشتمل هي ديوان، مهراڻ پبلشرز ڪراچي، نومبر 1981ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. (تفصيل: انسائيڪلوپيڊيا جلد 4).

**رسالو ميان سچل فقير جو**: سچل جي هن رسالي جو مرتب مرزا علي قلي بيگ آهي. ان جي پهرئين جلد جو پهريون ڇاپو 1902ع ۾ هريسنگهه سکرواري ڇپيو. رسالي جو ٻيو ڀاڱو 1903ع ۾ ڇپيو. هن رسالي جو نئون ڇاپو ڊاڪٽر نواز علي شوق جي مقدمي سان ثقافت ۽ سياحت کاتي حڪومت سنڌ 2008ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڊبل ڪرائون جي 960 صفحن جي هن رسالي جي قيمت 800 روپيا آهي (انسائيڪلوپيڊيا جلد- 6).




**رهبرنامو** (مثنوي): سچل سرمست فارسي مثنويءَ جو هي سنڌي ترجمو قاضي علي اڪبر درازيءَ ڪيو آهي، جيڪو سچل سرمست ڪو آپريٽو اڪيڊمي لميٽيڊ خيرپور ميرس جنوري 1964ع ۾ ڇپايو. هن ڊيمي سائيز جي 77 صفحن جي ڪتاب جو هديو هڪ روپيو آهي.

**عشق ڪيم اظهار: سچل سرمست** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور محقق ۽ سچل شناس خادم حسين عباسيءَ جي تحقيقي ۽ علمي مقالن تي مشتمل آهي. عباسي صاحب پنهنجي زندگيءَ جو وڏو حصو سچل سائينءَ جي درست ڪالم جي پرک ۽ ڳولا ۾ گذاريو. هن سچل سرمست جي اڪثر عرسن جي موقعي تي عالمن آڏو مختلف مؤلفن پاران ڪيل غلطين جي علمي اصولن مطابق نه صرف نشاندهي ڪئي، بلڪ درست اصلاح به ڪئي. هن ڪتاب ۾ سندس شامل تحقيقي مقالن ۽ مضمونن جا عنوان هن ريت آهن:




(1) درگاهه درازن جي گادي ڌڻين جو تعارف، (2) درگاهه درازن جي سلسلي جا شاعر، (3) سچل جا همعصر شاعر، (4) سچي سائينءَ جا ڇپيل رسالا، (5) سچل جو اڻ ڇپيل ڪلام، (6) گذارنامي جو هڪ اڳاٽو ترجمو، (7) سچل جي بيتن جو تحقيقي جائزو، (8) سچل جي ڏاهپ، (9) ڪو حق چوي ڪوئي ناحق چوي، (10) سڻ پريت دي، (11) سچل جي حضور ۾، (12) جاڳي ته سوئي بادشاهه، (13) عشق ڪيم اظهار، (14) سڪ نه سُتا ڪڏهين، (15) غلام حيدر فقير شر ۽ سندس خاندان، (16) محبت فقير سومرو، (17) ميران رحيم بخش فاروقي 'نثار درازي'، (18) سچل جو طالب: ماستر احمد علي.

هي ڪتاب ڊيمي سائيز جي 212 صفحن تي مشتمل پڪي جلد سان ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ، 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 250 روپيا آهي.

**عشق سمندر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب حضرت سچل سرمست جي فارسي مثنوين جي منظوم اردو ترجمي تي ٻڌل آهي. سنڌ جي ناميارى عالم ۽ اديب، ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ، سچل جي فارسي مثنوين جو سنڌي منظوم ترجمو ڪيو هو، جنهن تان ناميارى شاعر مقصود گل اُن جو اردو منظوم ترجمو ڪيو آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ اردو زبان جي



نامياري شاعر محمود الحسن شرف صديقيءَ لکيو آهي. هن منظوم ترجمي واري ڪتاب ۾ سچل جي ستن مثنوين: ساقي نامه، درد نامه، تار نامه، راز نامه، گداز نامه، عشق نامه ۽ رهبرنامه جو منظوم ترجمو ڏنل آهي. هن ترجمي جي وڏي اهميت ان ڪري به آهي جو هي اردو آباديءَ کي سچل جي اڀياس ۾ رهنمائي ڪندڙ ڪتاب آهي. هي ڪتاب، سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور، 2003ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو، جنهن جي قيمت 200 روپيا آهي.

**ڪلام حضرت سچل سرمست** (چونڊ ڪافيون)، مرتب: ڊاڪٽر نواز علي شوق، هي ڊيمي سائيزجي 60 صفحن جو ڪتابڙو، ڪافي پبليڪيشن ڪراچيءَ، جولاءِ 1981ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.



**منتخب ڪلام سچل سرمست:** هن ڪتاب ۾ آغا سليم سچل سرمست جو منتخب ڪلام، سچل سرمست جي تعارف سان گڏ اردوءَ ۾ ترجمو ڪري ڇپايو آهي. هي ڪتاب سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور، 1993ع ۾ ڇپايو. ڊيمي سائيزجي 133 صفحن جي قيمت 50 روپيا آهي.

**منصور ثاني سچل سرمست:** سچل سائينءَ جي زندگيءَ، حسب نسب جي تفصيل سان هي ڪتاب پروفيسر عطا محمد حاميءَ ترتيب ڏنو آهي. ان جي پهرئين حصي ۾ عقيدت جا گل عنوان سان مختلف شاعرن جو سچل سرمست کي منظور خراج پيش ڪيل آهي. ٻئي ڀاڱي (مقدمي) ۾ سچل سرمست جي حسب نسب ۽ زندگيءَ جي احوال تي مفصل نموني عطا محمد حاميءَ لکيو آهي. ٽئين ڀاڱي ۾ 15 مختلف اديبن ۽ عالمن جا مقالا ڏنا ويا آهن ۽ آخر ۾ سچل جي پنجن فارسي مثنوين جو منظوم ترجمو ڏنو ويو آهي. ڊبل ڪرائون سائيزجي 198 صفحن جي هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1964ع ۾ شايع ٿيو هو ۽ هي ٻيو ڇاپو ثقافت کاتي حڪومت سنڌ، جولاءِ 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.



**نينهن جا نعرا:** هن ڪتاب ۾ سچل سرمست جي ساقي نامي ۽ فارسي مثنوين جو منظوم ترجمو ڏنل آهي، جيڪو پروفيسر ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ ڪيو آهي. ان جي سهيڙ ۽ سموهه ڊاڪٽر نواز علي شوق ڪئي آهي. ڊيمي سائيزجي 253 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، سنڌي ادبي بورڊ، 1992ع ۾ شايع ڪيو آهي.



**سرمست ڪتابي سلسلو:** 'سچل سرمست يادگار ڪميٽي' خيرپور، 1981ع کان سچل سرمست جي عرس جي موقعي تي باقاعدي 'سرمست' عنوان سان ڪتابي سلسلو شروع ڪيو جنهن جون 1981ع کان 2012ع تائين 33 ڪڙيون شايع ٿي چڪيون آهن، جن جو مختصر تعارف هيٺ ڏجي ٿو:

**سرمست- 1:** سرمست جي هن پهرين ڪڙيءَ ۾ 'سچل سرمست ادبي ڪانفرنس' 1980ع ۾ پڙهيل مقالا ۽ شاعري ڏني وئي آهي. ڪتابي سلسلي جو مرتب تنوير عباسي آهي، جنهن 'پنهنجي پاران' ۾ ڄاڻايو آهي ته:



"هن سال کان اسان هي اشاعتي سلسلو شروع ڪري رهيا آهيون، اميد ته هر سال هيءَ ڪتاب سچل سرمست جي فلسفي، فن ۽ شاعريءَ جي باري ۾ مضمونن سان سنوارجي شايع ٿيندو. . . . اميد ته هن ڪتاب جي شروع ٿيڻ سان سچل سرمست تي اوچي معيار جي ۽ سنجيده تحقيق شروع ٿيندي."

هن سلسلي جو پهريون مضمون 'سچل سرمست يادگار ڪميٽي: تعارف ۽ پسمنظر' هادي بخش لاڙڪ جو لکيل آهي.

ادبي مقالن ۾ هيٺيان مقالا شامل آهن: (1) 'سچل جي شاعريءَ ۾ محبوب جو تصور' (ڊاڪٽر غلام علي الانا)، (2) آغا صوفيءَ وارو سچل سرمست جو رسالو (ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو)، (3) ڪجهه غلط روايتون (عطا محمد حامي)، (4) وحدت ۾ ڏاهپ: سرود مالڪوس جي بنياد تي (ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو)، (5) حضرت سچل سرمست (علي اڪبر درازي)، (6) سچل سرمست جي ڪلام سان ڪيل زيادتين جا ڪجهه تفصيل (ڊاڪٽر نواز علي شوق)، (7) سچل جو مڪتب، خيال ۽ ڪردار (رشيد ڀٽي)، جڏهن ته شمشير الحيدري، امداد حسيني، قاضي علي اڪبر درازي، استاد بخاري، نواز علي شوق، قطب الدين تاب، مختيار ملڪ ۽ نظام الدين زائرجي شاعري ڏني وئي آهي. ابتدا ۾ آرٽ پيپر تي سچل سائينءَ جي روضي جي تصوير ڏنل آهي، جڏهن ته وزير تعليم ۽ ثقافت سيد غوث علي شاهه جو پيغام، غلام محمد ميمڻ (ڊي. سي ۽ چيئرمئن سچل سرمست يادگار ڪميٽي) هادي بخش لاڙڪ (سيڪريٽري سچل سرمست يادگار ڪميٽي) جي تصويرن کانپوءِ 'سچل سرمست جا مرتب ۽ شارح' عنوان هيٺ مرزا علي قلي بيگ، آغا غلام نبي صوفي، مولوي محمد صادق راڻيپوري، عثمان علي انصاري، نماڻي فقير، ڊاڪٽر عطا محمد حامي، رشيد احمد لاشاري، جيٺمل پرسرام، قاضي علي اڪبر درازي، لعل چند امرڏنيمل جون تصويرون ۽ آخر ۾ 1980ع جي ادبي ڪانفرنس جي خاص مهمانن: پير حسام الدين راشدي ۽ آغا رفيق حسن، ڪمشنر سکر ڊويزن جون تصويرون ڏنيون ويون آهن.

سرمست ڪتابي سلسلو

85 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جو هي رسالو، سچل سرمست يادگار ڪاميٽي خيرپور 1981ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو، جنهن جي قيمت 8 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سرمست-2:** سرمست جي هي ڪڙيءَ جو مرتب پڻ ڊاڪٽر تنوير عباسي آهي. ڪتاب اندر آرٽ پيپر تي سچل سرمست جي روضي ۽ وزير تعليم ۽ ثقافت حڪومت سنڌ جسٽس سيد غوث علي شاهہ جي تصويرن بعد سچل نئشنل سيمينار جي چيئرمئن ۽ ڊويزنل ڪمشنر سيد محب الله شاهہ، غلام محمد ميمڻ (چيئرمئن سچل سرمست يادگار ڪاميٽي)، هادي بخش لاڙڪ، پير حسام الدين راشدي، پروفيسر عطا محمد حامي، قاضي علي اڪبر درازيءَ جي تصويرن سان گڏ سال 1981ع جي سيمينار جون تصويرون ڏنيون ويون آهن. هن ڪتاب جي ابتدا ۾ هادي بخش لاڙڪ جي 1981ع جي سيمينار جي رپورٽ ڏني وئي آهي. ڪتاب ۾ عطا محمد حامي، امداد حسيني، تاج بلوچ، استاد بخاري، اميد خيرپوري، اظهر گيلاني، احمد خان آصف، جمال الدين مومن، نظام الدين زائر، غوث بخش عباسي، قربان منگي ۽ مختيار ملڪ جي شاعريءَ ڪانسواءِ پير حسام الدين جون 1980ع ۽ 1981ع جي سيمينارن جون صدارتي تقريرون ۽ هيٺين اديبن جا مقالا شامل ڪيا ويا آهن:

(1) قاضي علي اڪبر درازي (سچل خليفو نہ پر شهنشاهہ)، (2) غلام مصطفيٰ قاسمي (حضرت سچل سرمست جو قلندري عرفان)، (3) ڊاڪٽر غلام علي الانا (سچل تي تحقيق لاءِ ڪي رٿون ۽ اپاءَ)، (4) ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو (سچل جو سرائيڪي ڪلام)، (5) ڊاڪٽر نواز علي شوق (سنڌي ڪافيءَ جو سرواڻ - حضرت سچل سرمست)، (6) رشيد ڀٽي (انسان جي عظمت، وحدت ۽ محبت جو شاعر)، (7) خادم حسين عباسي (سچي سائينءَ جا ڇپيل رسالا).

ڊيمي سائيز جي 120 صفحن جي هن ڪتابي سلسلي جي قيمت 8 روپيا آهي.

**سرمست- 3:** سرمست ڪڙي ٽينءَ جو مرتب ڊاڪٽر تنوير عباسي آهي. ابتدا ۾ آرٽ پيپر تي سچل جي روضي، وزير تعليم ۽ ثقافت، ڊويزنل ڪمشنر ۽ ٻي انتظاميہ جي تصويرن سان گڏ گڏيل ڪانفرنس جون رنگين ۽ بليڪ اينڊ وائيٽ تصويرون ڏنيون ويون آهن. مرتب جي نوٽ ۽ 1972ع جي ميلي جي رپورٽ ڪانپوءِ شاعريءَ جي ڀاڱي ۾: امداد حسيني، بردي سنڌي، پرواني ڀٽي، فتاح ملڪ، تاجل



بيوس، تاج جويو، اميد خيرپوري، اياز گل، ادل سومرو، هدايت بلوچ، مختيار ملڪ، الطاف اثيم، نظام زائر ۽ اعظم لاڙڪ جي شاعري ڏني وئي آهي، جڏهن تہ مقالن جو وچور هن ريت آهي:

(1) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (صدارتي خطاب: ادبي ڪانفرنس: 1982ع)، (2) غلام مصطفيٰ قاسمي (حضرت سچل سرمست ۽ همہ اوست)، (3) ڊاڪٽر غلام علي الانا (سنڌي سماج جا قدر ۽ سچل جو ڪلام)، (4) عبدالجبار جوڻيجو (سڪ درسي سچل سرمست)، (5) ڊاڪٽر نواز علي شوق (سچل سائينءَ جي سرائيڪي ڏوهيڙي ۾ اکرين جو موضوع)، (6) رشيد ڀٽي (عشق امام، سچوءَ جو يارو!)، (7) عبدالقادر جوڻيجو (سچل سائينءَ جي ڪلام جون ڪجهہ خوبيون)، (8) قاضي خادم (سچل جو تاريخ ساز ڪردار)، (9) محمد علي حداد (سچل سائينءَ جو اصلوڪو اردو ڪلام)، (10) خادم عباسي (سچل جي بيتن جو تحقيقي جائزو)، (11) مختيار ملڪ (سچل ۽ سچ)، (12) محسن چنا (سچل جو نظريو).

126 صفحن تي مشتمل، 1982ع ۾ ڇپيل، ڊيمي سائيز جي هن ڪتابي سلسلي جي قيمت 12 روپيا آهي.

**سرمست-4:** سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور جي ڇپايل 'سرمست' جي چوٿين ڪڙيءَ جو بہ مرتب تنوير عباسي آهي. گڏيل ادبي ڪانفرنس جي تصويرن ۽ مرتب جي نوٽ ڪانپوءِ شاعريءَ واري ڀاڱي ۾ ڊاڪٽر عطا محمد حامي، فتاح ملڪ، هدايت بلوچ، اميد خيرپوري، مقصود گل، نظام زائر، قاضي نذير احمد اثر، مير صوبدار سعيد، اقبال شيني ۽ عبدالعزيز ڳاهي جي شاعري ڏني وئي آهي ۽ ان بعد هيٺين مقالانگارن جا مقالا شامل آهن:



(1) ڊاڪٽر سيد معصوم علي ترمذي (صدارتي خطاب)، (2) ڊاڪٽر غلام علي الانا (علم اللسان ۽ سچل جو ڪلام)، (3) غلام رباني (سچل جي حضور ۾)، (4) حميد سنڌي (مون ليان تو سان)، (5) رشيد ڀٽي (سچل سارو سچ)، (6) ڊاڪٽر نواز علي شوق (سچل جي شاعري، تاريخ جي روشنيءَ ۾)، (7) پروفيسر غلام احمد بروي (حضرت حافظ عبدالوهاب سچل سرمست)، (8) محمد علي حداد (سچل جي سسئي، عزم ۽ همت جي علامت)، (9) مختيار ملڪ (سچل سونهن ۽ ورونهن جو شاعر) ۽ (10) مولوي عبداللطيف قادري (شريعت ۽ طريقت جو مبلغ).

آخر ۾ محمد علي حداد جي ترتيب ڏنل 'سچل سرمست تي ببليوگرافي (واڌارو سن 1983ع تائين) شامل ڪيو ويو آهي. 126 صفحن جو هي ڊيمي سائيز جو ڪتابي سلسلو، 1984ع ۾ ڇپيو ۽ ان جي قيمت 15 روپيا آهي.

85 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جو هي رسالو سچل سرمست يادگار ڪاميٽي خيرپور 1981ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو، جنهن جي قيمت 8 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سرمست-2:** سرمست جي ٻي ڪڙيءَ جو مرتب پڻ ڊاڪٽر تنوير عباسي آهي. ڪتاب اندر آرٽ پيپر تي سچل سرمست جي روضي ۽ وزير تعليم ۽ ثقافت حڪومت سنڌ جسٽس سيد غوث علي شاهہ جي تصويرن بعد سچل نئشنل سيمينار جي چيئرمئن ۽ ڊويزنل ڪمشنر سيد محب الله شاهہ، غلام محمد ميمڻ (چيئرمئن سچل سرمست يادگار ڪاميٽي)، هادي بخش لاڙڪ، پير حسام الدين راشدي، پروفيسر عطا محمد حامي، قاضي علي اڪبر درازيءَ جي تصويرن سان گڏ سال 1981ع جي سيمينار جون تصويرون ڏنيون ويون آهن. هن ڪتاب جي ابتدا ۾ هادي بخش لاڙڪ جي 1981ع جي سيمينار جي رپورٽ ڏني وئي آهي. ڪتاب ۾ عطا محمد حامي، امداد حسيني، تاج بلوچ، استاد بخاري، اميد خيرپوري، اظهر گيلاني، احمد خان آصف، جمال الدين مومن، نظام الدين زائر، غوث بخش عباسي، قربان منگي ۽ مختيار ملڪ جي شاعريءَ ڪانسواءِ پير حسام الدين جون 1980ع ۽ 1981ع جي سيمينارن جون صدارتي تقريرون ۽ هيٺين اديبن جا مقالا شامل ڪيا ويا آهن:




(1) قاضي علي اڪبر درازي (سچل خليفو نہ پر شهنشاهہ)، (2) غلام مصطفيٰ قاسمي (حضرت سچل سرمست جو قلندري عرفان)، (3) ڊاڪٽر غلام علي الانا (سچل تي تحقيق لاءِ ڪي رٿون ۽ اپاءَ)، (4) ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو (سچل جو سرائيڪي ڪلام)، (5) ڊاڪٽر نواز علي شوق (سنڌي ڪافيءَ جو سرواڻ - حضرت سچل سرمست)، (6) رشيد ڀٽي (انسان جي عظمت، وحدت ۽ محبت جو شاعر)، (7) خادم حسين عباسي (سچي سائينءَ جا ڇپيل رسالا).

ڊيمي سائيز جي 120 صفحن جي هن ڪتابي سلسلي جي قيمت 8 روپيا آهي.

**سرمست-3:** سرمست ڪڙي ٽينءَ جو مرتب ڊاڪٽر تنوير عباسي آهي. ابتدا ۾ آرٽ پيپر تي سچل جي روضي، وزير تعليم ۽ ثقافت، ڊويزنل ڪمشنر ۽ ٻي انتظاميہ جي تصويرن سان گڏ گڏريل ڪانفرنس جون رنگين ۽ بليڪ اينڊ وائيٽ تصويرون ڏنيون ويون آهن. مرتب جي نوٽ ۽ 1972ع جي ميلي جي رپورٽ ڪانپوءِ شاعريءَ جي ڀاڱي ۾: امداد حسيني، بردي سنڌي، پرواني ڀٽي، فتاح ملڪ، تاجل بيوس، تاج جويو، اميد خيرپوري، اياز گل، ادل سومرو، هدايت بلوچ، مختيار ملڪ، الطاف اثيم، نظام زائر ۽ اعظم لاڙڪ جي شاعري ڏني وئي آهي، جڏهن تہ مقالن جو وچور هن ريت آهي:




(1) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (صدارتي خطاب: ادبي ڪانفرنس: 1982ع)، (2) غلام مصطفيٰ قاسمي (حضرت سچل سرمست ۽ همہ اوست)، (3) ڊاڪٽر غلام علي الانا (سنڌي سماج جا قدر ۽ سچل جو ڪلام)، (4) عبدالجبار جوڻيجو (سڪ درسي سچل سرمست)، (5) ڊاڪٽر نواز علي شوق (سچل سائينءَ جي سرائيڪي ڏوهيڙي ۾ اڪرين جو موضوع)، (6) رشيد ڀٽي (عشق امام، سچوءَ جو يارو!)، (7) عبدالقادر جوڻيجو (سچل سائينءَ جي ڪلام جون ڪجهہ خوبيون)، (8) قاضي خادم (سچل جو تاريخ ساز ڪردار)، (9) محمد علي حداد (سچل سائينءَ جو اصلوڪو اردو ڪلام)، (10) خادم عباسي (سچل جي بيتن جو تحقيقي جائزو)، (11) مختيار ملڪ (سچل ۽ سچ)، (12) محسن چنا (سچل جو نظريو).

126 صفحن تي مشتمل، 1982ع ۾ ڇپيل، ڊيمي سائيزجي هن ڪتابي سلسلي جي قيمت 12 روپيا آهي.

**سرمست-4:** سچل سرمست يادگار ڪميٽي خيرپور جي ڇپايل ’سرمست‘ جي چوٿين ڪڙيءَ جو بہ مرتب تنوير عباسي آهي. گڏريل ادبي ڪانفرنس جي تصويرن ۽ مرتب جي نوٽ ڪانپوءِ شاعريءَ واري ڀاڱي ۾ ڊاڪٽر عطا محمد حامي، فتاح ملڪ، هدايت بلوچ، اميد خيرپوري، مقصود گل، نظام زائر، قاضي نذير احمد اثر، مير صويدار سعيد، اقبال شيني ۽ عبدالعزيز ڳاهي جي شاعري ڏني وئي آهي ۽ ان بعد هيٺين مقالانگارن جا مقالا شامل آهن:




(1) ڊاڪٽر سيد معصوم علي ترمذي (صدارتي خطاب)، (2) ڊاڪٽر غلام علي الانا (علم اللسان ۾ سچل جو ڪلام)، (3) غلام رباني (سچل جي حضور ۾)، (4) حميد سنڌي (مون لپان تو سان)، (5) رشيد ڀٽي (سچل سارو سچ)، (6) ڊاڪٽر نواز علي شوق (سچل جي شاعري، تاريخ جي روشنيءَ ۾)، (7) پروفيسر غلام احمد بروي (حضرت حافظ عبدالوهاب سچل سرمست)، (8) محمد علي حداد (سچل جي سسئي، عزم ۽ همت جي علامت)، (9) مختيار ملڪ (سچل سونهن ۽ ورونهن جو شاعر) ۽ (10) مولوي عبداللطيف قادري (شريعت ۽ طريقت جو مبلغ).

آخر ۾ محمد علي حداد جي ترتيب ڏنل ’سچل سرمست تي ببليوگرافي (واڌارو سن 1983ع تائين) شامل ڪيو ويو آهي. 126 صفحن جو هي ڊيمي سائيز جو ڪتابي سلسلو، 1984ع ۾ ڇپيو ۽ ان جي قيمت 15 روپيا آهي.

**سرمست-5:** 'سرمست' جي پنجين ڪڙي بہ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ ترتيب ڏني آهي. سچل سرمست يادگار ڪاميٽيءَ جي هن ڪڙيءَ ۾ بہ شاعريءَ ۽ مقالن جا ڀاڱا شامل آهن. شاعريءَ واري ڀاڱي ۾ تاج بلوچ، استاد بخاري، ادل سومري، اميد خيرپوري، هدايت بلوچ، خادم رفيقوي، الطاف اثيم، منير سولنگي، نظام الدين زائر، مختيار ملڪ، اختر درگاهي، منصور ميراڻي، علام عباس پنيري، مير صوبدار سعيد جي شاعري شامل آهي. مقالن جي فهرست هن ريت آهي:



وحدت وجودي صوفي سنڌ ۾ (علام غلام مصطفيٰ قاسمي)، سچل سرمست جو تاريخي دؤر (ڊاڪٽر غلام علي الانا)، سچل جي ڪلام جا ڪي انوکا الفاظ (ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو)، سچل جو ادبي ماحول (اياز قادري)، سچل سرمست جا گهاڙيٽا (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، سچل سرمست جي سرائيڪي شاعري (ڊاڪٽر نواز علي شوق)، سچل جي شاعريءَ ۾ مختلف سنڌي لهجا (ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ)، سچل جي ڪلام ۾ خوديءَ جو تصور (محمد علي حداد)، سچل سرمست جون صنفون (مختيار ملڪ).

آخر ۾ 1984ع تائين سچل سرمست جي ببليوگرافي، محمد علي حداد جي سهيڙيل ڏنل وئي آهي. 118 صفحن جو هي ڊيمي سائيز ڪتاب 1985ع ۾ ڇپيو ۽ ان جي قيمت 15 روپيا آهي.

**سرمست-6:** سرمست ڇهين ڪڙي بہ تنوير عباسيءَ جي ترتيب ڏنل آهي. ابتدا ۾ وزيراعليٰ سنڌ سيد غوث علي شاهہ ۽ عبدالوحيد پيرزادي (ڊپٽي ڪمشنر ۽ سچل يادگار ڪميٽيءَ جي چيئرمئن) جون تصويرون ۽ مرتب جو نوٽ شامل آهي. جنهن بعد شاعريءَ واري ڀاڱي ۾ شمشير الحيدري، تاج بلوچ، هدايت بلوچ، ملڪ نديم، جمال الدين جوڳي، مهيسر خادم رفيقي، اميد خيرپوري، مختيار گهمري، مقصود گل، مير صوبدار سعيد، اختر درگاهي، نظام الدين زائر ۽ آغا سعيد جي شاعري ڏني وئي آهي ۽ مقالن جي لسٽ هن ريت آهي: (1) ڪريم بخش خالد (سچل سائين ۽ مستشرقين)، (2) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي (خود شناسي- سچل جي نظر ۾)، (3) الطاف اثيم (درگاهہ درازا جي مزارن جي ڪتبن جو جائزو)، (4) ملڪ نديم (سچل سرمست جا حاڪم طبقن سان تعلقات)، (5) خادم حسين عباسي (ڪوحق چوي ڪوئي ناحق چوي).



آخر ۾ ضميمي-3 طور محمد علي حداد جي 'سچل سرمست تي ببليوگرافي' (واڌارو سن 1985ع تائين) ڏنل آهي. 98 صفحن تي مشتمل هي ڪتابي سلسلو 1986ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو ۽ ان جي قيمت 15 روپيا آهي.

**سرمست-7:** 'سرمست' جي ستين ڪڙي بہ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ ترتيب ڏني آهي. ابتدا ۾ سيد غوث علي شاهہ (وزيراعليٰ سنڌ)، درگاهہ درازا تي سجاده نشين ۽ ڊپٽي ڪمشنر خيرپور محمد سليم خان جي رنگين تصويرن ۽ مرتب تنوير عباسيءَ جي نوٽ بعد شاعريءَ جي ڀاڱي ۾ شمشير الحيدري، تاج بلوچ، اياز گل، خاڪي جويي، عنايت بلوچ، ادل سومري، ملڪ نديم، اميد خيرپوري، نظام زائر، صوفي جهامنداس عاشق، قربان منگي، جمال الدين مومن، اختر درگاهي، عزيز ڳاهي، شوڪت بخاري، جمال الدين جوڳي ۽ مير صوبدار سعيد جي شاعري ڏني وئي آهي ۽ مقالن نويسن ۽ سندن مقالن جو تفصيل هن ريت آهي:



(1) آيا مڪ ويڪڙ (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (2) سچل سرمست جي بيت جو فني ۽ فڪري جائزو (ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي)، (3) سچل سائينءَ جو طالب - گهرام فقير (ڊاڪٽر نواز علي شوق)، (4) سچل سائينءَ جي فن ۽ فڪر جو پسمنظر ۽ محرڪ (رشيد ڀٽي)، (5) صوفين ۽ سٽ ۾ سچل سائينءَ جو مقام (ڪريم بخش خالد)، (6) درگاهہ درازن جي سلسلي جا شاعر (خادم عباسي)، (7) سچل سرمست جي رحلت وارو عيسوي سن (محمد علي حداد)، (8) سچل جي شعر جي شرح (ملڪ نديم) ۽ (9) قرآن شريف ۽ ديوان آشڪار (مولانا عبداللطيف سڪندري).

آخر ۾ حسب دستور سچل سرمست تي محمد علي حداد جي ترتيب ڏنل ببليوگرافي (سن 1986ع تائين واڌاري سان) شايع ٿيل آهي. 152 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جو هي ڪتابي سلسلو 1987ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. جنهن جي قيمت 20 روپيا آهي.

**سرمست- 8:** سرمست جي اٺين ڪڙيءَ جو مرتب تنوير عباسي آهي. ابتدا ۾ رشيد ڀٽي (مرحوم) جي تصوير سچل سرمست جي هيٺئين بيت سان گڏ ڏني وئي آهي:

گوندر جنين گذاريو، منهن تنين مشعل،
ڪا مون پوي ڪل، انهن جي افسوس جي!

جنهن بعد ڊپٽي ڪمشنر خيرپور ظفر سليم جي تصوير سان گڏ گڏريل ميلي ۽ ادبي ڪانفرنس جو تصويري خبرنامو ڏنو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ تنوير عباسيءَ جو 'پنهنجي پاران' وارو نوٽ غير روايت آهي، جنهن ۾ هن سچل جي لقب 'سرمست' تي اٿاريل اعتراضن جو جواب ڏنو آهي، تنهن کان سواءِ ساهتيہ اڪادمي نئين دهليءَ جي سهڪار سان آديپور ۾ سچل سرمست سيمينار جي رپورٽ ۽ سچل آڊيٽوريم ۽ سچل




ڪلچرل ڪامپليڪس سان سرڪار طرفان پئسن منظور ٿيڻ جي ڄاڻ ڏني وئي آهي. شاعريءَ واري ڀاڱي ۾ تاج بلوچ، خاڪي جويي، اميد خيرپوري، ادل سومري، نظام زائر، منير سولنگي، صوفي جهامنداس عاشق، مقصود گل، مختيار گهمري، مير صوبدار سعيد ۽ مرتضيٰ سيال جي شاعري ڏني وئي آهي. جڏهن ته مقالن واري حصي جو سِٽاءُ هن ريت آهي:

(1) افتتاحي ۽ اختتامي خطاب (ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)، (2) سچل ۽ جماليات (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (3) سچل جا همعصر شاعر (خادم عباسي)، (4) خواجہ غلام فريد تي سچل سرمست جو اثر (ملڪ نديم)، (5) سچل جي شاعريءَ ۾ مجازي محبوب جو مقام (منير سولنگي)، (6) حضرت سچل سرمست جو همعصر، هم اسرار عبدالله فقير (مولانا عبداللطيف سڪندري) ۽ (7) سچل انسانيت جو شاعر (دادا سنڌي).

آخر ۾ محمد علي حداد جي ترتيب ڏنل ببليوگرافي (واڌارو سن 1987ع تائين) ڇپي وئي آهي.

137 ڊيمي سائيز جي صفحن تي مشتمل هي ڪتابي سلسلو 1988ع ۾ ڇپيو ۽ ان جي قيمت 20 روپيا آهي.

**سرمست-9:** 'سرمست' ڪتابي سلسلي جي نائين ڪڙيءَ جو مرتب تنوير عباسي آهي. ابتدا ۾ وزيراعليٰ سنڌ سيد قائم علي شاهه، ڊپٽي ڪمشنر ۽ چيئرمئن سچل يادگار ڪميٽي خيرپور فضل الرحمان ۽ گڏريل سال جي ادبي ڪانفرنس جون رنگين تصويرون ڏنل آهن. 'پنهنجي پاران' ۾ ڊاڪٽر تنوير عباسي لکي ٿو: "هن سال اسان هي سرمست-9-1989ع هڪ نئين ۽ کليل فضا ۾ پيش ڪري رهيا آهيون، جڏهن ملڪ ۾ جمهوريت جو سٽاءُ واءُ وريو آهي ۽ محترمہ بينظير ڀٽو جي رهنمائيءَ ۾ قافلو منزل تي پهتو آهي. سنڌ جي سرواڻي محترم قائم علي شاهه جي حصي ۾ آئي آهي، جيڪو سچل يادگار ڪميٽيءَ جو پراڻو ۽ مخلص ڪارڪن آهي ۽ جنهن اونداهي دور ۾ جمهوريت جي سج اپارڻ لاءِ ڪيترو ئي سٺو ۽ قربانيون ڏنيون آهن."




ان بعد هن اميد ڏيکاري آهي ته هو سچل اڪيڊمي ۽ سچل چيئر ۾ ذاتي دلچسپي وٺندي ۽ انهن جي ڪارڪردگيءَ کي اڳي کان اڳرو ڪندو. اهڙيءَ ريت ثقافت کاتي جي سيڪريٽري ماهتاب اڪبر راشديءَ سان بہ هن اميد ڏيکاري آهي ته هوءَ صاحبہ سنڌ جي ثقافتي مسئلن توڙي سچل سائينءَ جي باري ۾ هميشہ دلچسپي وٺندي. ان ڪانسواءِ هن ڄاڻايو آهي ته سال 88-1989ع ۾ سچل آڊيٽوريم اٽڪل هڪ ڪروڙ جي لاڳت سان جڙي راس ٿيو آهي... سچل اڪيڊميءَ جو صلاحڪار بورڊ ٺاهيو ويو آهي، جيڪو اڃا اڌورو پيو لڳي... اسان جو سنڌ سرڪار کي ادب سان عرض آهي ته ادبي ۽ ثقافتي ادارن ۾ جايون پرڻ وقت 'سياست' کي نظرانداز ڪري 'نوڪري ڪرڻ'، 'پگهار کائڻ' ۽ 'گريڊ وٺڻ' وارن بدران اهڙن ڪارڪنن کي رکجي، جيڪي اهليت رکڻ سان گڏ مشنري اسپرٽ (Missionary Sprit) پڻ رکندا هجن. اهڙيءَ طرح شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور پاران جولاءِ 1988ع کان 'سچل چيئر' قائم ٿيڻ ۽ سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن سال 1989ع کان 'سچل سال' ڪري ملهائڻ جي آجيان ڪئي وئي آهي.

سرمست جي شاعريءَ واري ڀاڱي ۾ تاج جويي، عنايت بلوچ، تاجل بيوس، پرواني ڀٽي، اياز گل، ادل سومري، خاڪي جويي، هدايت بلوچ، الطاف اثيم، اميد خيرپوري، نظام زائر، ملڪ نديم، غلام عباس ڀنيري، غلام قادر مجاهد، مختيار گهمري، مقصود گل، جمال الدين مومن، مير صوبدار سعيد ۽ صوفي جهامنداس 'عاشق' جي شاعري شامل آهي. شاعريءَ کانپوءِ هيٺيان نالا شامل آهن:

(1) غلام رباني آگرو، صدارتي تقرير (سچل ڏکويل دلين جو ترجمان)، (2) ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو (سچل جو مالڪوس)، (3) حبيب الله صديقي (سچل سرمست جي دور جي تاريخي اهميت)، (4) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي (شاهه ۽ سچل)، (5) محمد علي حداد (سچل سائينءَ جي ديس واسين سان محبت)، (6) نصرت حسين ابڙو (سچل، سچ ۽ امن جو امام)، (7) ملڪ نديم (سچل جي شاعريءَ ۾ پورهيت لاءِ پيغام ۽ (8) مولانا عبداللطيف سڪندري (حضرت سچل سائينءَ جا سچ ۽ پيشن گوئيون).

**خاص مقالا:** (9) ڊاڪٽر ستيش روهڙا (سچل جي موجوده وقت ۾ واسطيداري)، (10) ايچ. آءِ سدارنگاڻي (سچل- صوفي لاکوفي) ڊيمي سائيز جي 97 صفحن تي مشتمل هي ڪتابي سلسلو 1989ع ۾ ڇپيو. جنهن جي قيمت 35 روپيا آهي.

**سرمست-10:** 'سرمست'- 10 جو مرتب: تنوير عباسي ۽ ٻانهن ٻيلي، نامور محقق ۽ عالم عبدالڪريم سنديلي جي رنگين تصوير کانپوءِ گڏريل ڪانفرنس جو تصويري خبرنامو ڏنو ويو آهي. 'پنهنجي پاران' ۾ تنوير عباسيءَ ڄاڻايو آهي ته "ادبي ڪانفرنسن ۾ پڙهيل مضمونن کي ڇپائڻ جي روايت غلام محمد ميمڻ 1981ع ۾ وڌي، سيد محب الله شاهه، سيد غوث علي شاهه ۽ حميد آخوند جي ڪوشش سان 1982ع ۽ 1983ع ۾ عظيم الشان سچل نئشنل سيمينار منعقد ٿيا... ان دوران 1981ع



ڪان 1989ع تائين هر سال درازن تي ٿيندڙ ادبي ڪانفرنس ۾ پڙهيل تحقيقي مقالن کي سرمست 1 کان وٺي 9 تائين محفوظ ڪيو ويو. سال 1989ع کي سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن سچل جي سال طور ملهايو. ان ڏس ۾ ڊاڪٽر سليمان شيخ ۽ سائين غلام مصطفيٰ شاهه جس لهڻ، سال جي پڇاڙيءَ تي ڪراچيءَ ۾ بين الاقوامي سچل سيمينار ٿيو. جنهن ۾ پاڪستان جي تاريخ ۾ پهريون دفعو ڀارت لاڏي ويل سنڌي محققن مقالا پڙهيا. ان کان اڳ آديپور (ڪڇ) ۾ 1988ع ۾ سچل تي سيمينار ٿيو. جنهن ۾ پڙهيل ڪجهه مضمون اسان ڇاپيا آهن. وڏي ڳالهه آهي، سچل سرمست جي لغت، جيڪا سدا حيات عالم، عبدالڪريم سنديلي اسان جي لاءِ ترتيب ڏني ۽ سچل سرمست جي ببليو گرافي، جيڪا محمد علي حداد 1982ع ۾ ڇپائي ۽ اجا تائين هر سال ان ۾ واڌارا سُڌارا ڪندو ٿو رهي. ان ڪانسواءِ سچل چيئر اڪيڊمي‌ءَ جي ڪم جي ذڪر ۽ شاگرد ماهر لسانيات عبدالڪريم سنديلي جي وفات تي ڏک جو اظهار ڪيو ويو آهي. هن پرچي جي ابتدا ۾ مقالا ڏنا ويا آهن، جن جي ترتيب هن ريت آهي:

(1) ڊاڪٽر اياز قادري (منصور خلاج ۽ سچل سرمست)، (2) حميد سنڌي (پُنيءَ جج مَہ جُل)، (3) غلام محمد لاڪو (سچل جي سوانح ۽ ڪلام جو قديم ترين ڇپيل ماخذ)، (4) الطاف اثيم (صوفيءَ جي اصليت ۽ سماجي ڪردار)، (5) قاسم ٻگهيو (سچل ۽ سنڌي سماج جو ارتقا)، (6) ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر (سنڌ ۾ صوفي بزرگن جو ڪردار)، (7) خادم عباسي (درگاهه درازن جي گادي ڌڻين جو تعارف)، (8) اختر درگاهي (سچل جو نظريو)، (10) گوبند مالهي- خاص مقالو (سچل سرمست).

آخر ۾ سچل سرمست تي ببليوگرافي (ڇهون واڌارو): محمد علي حداد شامل ڪئي وئي آهي. هن پرچي ۾ شاعري نه ڏني وئي آهي.

ڊيمي سائيز جي 100 صفحن تي مشتمل هي سلسلو 1990ع ۾ ڇپيو ۽ ان جي قيمت 35 روپيا آهي.

**سرمست-11:** ’سرمست‘ جي يارهين ڪڙيءَ جو مرتب پڻ ڊاڪٽر تنوير عباسي ۽ ٻانهن ٻيلي محمد علي حداد آهي. هن پرچي کان سٽاءَ تبديل ڪئي وئي آهي. ’پنهنجي ياران‘ کان پوءِ گذريل سال جي ادبي ڪانفرنس جو تفصيلي خبرنامو ڏنو ويو آهي. پهريون ڀيرو سنڌيءَ سان گڏ سرائيڪي ۽ انگريزي مقالا به شامل ڪيا ويا آهن. ’پنهنجي ياران‘ ۾ تنوير عباسيءَ ڄاڻايو آهي ته سال 1990ع به سچل سرمست کي ياد ڪرڻ جي سلسلي ۾




هڪ يادگار سال رهيو. هن سال ڀارت جي شهر بمبئيءَ ۾ پروفيسر رام پنجواڻي لٽرري اينڊ ڪلچرل سينٽر ۽ سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ جي سهڪار سان 26، 27 ۽ 28 آڪٽوبر تي شاهه سچل سيمينار برپا ٿيو هو. سيمينار ۾ جتي هندستان جي مشهور ساهتڪارن پنهنجا مقالا پڙهيا، اتي پنهنجي ملڪ مان محترم شيخ اياز، محترم تاجل بيوس ۽ محترم طارق اشرف به اتي وڃي رسيا. جتي سنڌن وڏي جوش و خروش سان پليڪار ڪيو ويو. ان سيمينار ۾ پڙهيل مقالا نهايت ئي ڌيان سان پڙهڻ جوڳا آهن. سرمست-11 ۾: (1) سچل سرمست ۽ سماع (آغا سليم)، (2) سچل جي شاعريءَ جو لساني جائزو (ڊاڪٽر نواز علي شوق)، (3) عوام اناالحق آهي (فقير محمد لاشاري)، (4) سچل سرمست ۽ سلطان باهو (غلام محمد لاکو)، (5) سچل سائين ۽ مارئيءَ جو تصور (ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو)، (6) ڇا درازا ۾ اڄ ناهي سچل؟ (انعام شيخ)، (7) عشق الاهي ذات (نصرت ابڙو)، (8) اردو ۽ سچل (ملڪ نديم)، (9) سچل سائين دي سرائيڪي ڪلام دا جماليا تي پهلو (ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر)، (10) سچل سرمست تي ببليوگرافي (محمد علي حداد) مقالن ۽ ببليوگرافيءَ تي سان گڏ حبيب الله صديقيءَ جو هيٺيون انگريزي مقالو شامل آهي: .A Case Study of the tradition to Ibn-Mansoor al Halaj

ڊيمي سائيز جي 96 صفحن تي مشتمل هي سرمست ڪڙي 1991ع ۾ شايع ٿيو جنهن جي قيمت 35 روپيا آهي.

**سرمست-12:** سرمست 12 جو مرتب: محمد علي حداد آهي. هن ۾ گذريل ڪانفرنس جي تصويري جهلڪين کان پوءِ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو توسيعي ليڪچر ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ هن فاروقين جي ڪنهن هڪ فرد جي تيار ڪيل شجري جي بنياد تي سچل جي جنم جي تاريخ سان اختلاف رکندي، سچل جي عمر 90 بجاءِ 72 سال ڄاڻائي آهي. ان بعد 1991ع جي ڪانفرنس جا مقالا ڏنا ويا آهن، جن جو تفصيل هن ريت آهي: (1) سچل جو سچ (حميد سنڌي)، (2) سچل جي وسعت (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (3) سچل جو هير رانجهو (ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي)، (4) سچل ۽ ڪانگ (ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر)، (5) سچل جي سر سارنگ جو جائزو (ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو)، (6) ڪاش! سچل کي ڪو سورلي ۽ گربخشاڻي ملي (تاجل بيوس)، (7) سچل پنهنجي دور جي آئيني ۾ (تاج جويو)، (8) ڪلنگيءَ وارو ڪير؟ (فقير محمد لاشاري)، (9) جتي ماڻهن ميڙ آءُ تتي ناهيان (انعام شيخ)، (10) عشق سچل دا (نصرت حسين ابڙو)، (11) سچل سرمست جي فارسي شاعري (ملڪ نديم)، (12) سچل جو سيرت نگار (محمد علي حداد) ۽ (13) سچل جي حضور ۾ (خادم عباسي).




هي 109 صفحن جي ڊيمي سائيز جو پرچو 1992ع ۾ شايع ٿيو جنهن جي قيمت 35 روپيا آهي.

**سرمست 13:** سرمست جي 13 ڪڙي بہ محمد علي حداد جي ترتيب ڏنل آهي. گذريل سال جي ادبي ڪانفرنس جي



تصويري جهلڪين ڪانپوءِ هيٺيان مقالا ڏنا ويا آهن: (1) آري اُچين شال (حميد سنڌي)، (2) فقير محمد صالح فاروقي (ڊاڪٽر نواز علي شوق)، (3) سچل جو سنيهو (ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر)، (4) سچل جا آدرشي انسان (ڊاڪٽر غلام نبي سڏايو)، (5) سچل جو سارنگ (دادا سنڌي) ، (6) انيس المساڪين ۾ درازي درويشن جو ذڪر (غلام محمد لاکو)، (7) سچل جو اڻ ڇپيل مواد (خادم عباسي)، (8) والي وسائيج، دردمنديءَ جو ديس (نصرت حسين ابڙو)، (9) اپنشدن ۽ سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ خدا جو تصور (مظفر نظامر)، (10) سچل جو انسانيت لاءِ نظريو (امام راشدي). هن پرچي ۾ ٽي خاص مقالا بہ ڏنا ويا آهن: (1) نماڻو فقير ۽ سندس ڪلام (ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي)، (2) سچل جي ڪلام ۾ عشق حقيقيءَ جو عنصر (ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي) ۽ (3) سچل سرمست تي ببليوگرافي (محمد علي حداد).

ڊيمي سائيز جي 128 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب ڪڙي 1993ع ۾ ڇپجي ظاهر ٿي، جنهن جي قيمت 35 روپيا آهي.

**سرمست 14:** 'سرمست' جي چوڏهين ڪڙيءَ جو مرتب محمد علي حداد آهي. هن ۾ 12 مقالا ڏنا ويا آهن: (1) ماضيءَ جا صوفي مفڪر، اڄ جا دانشور (حميد سنڌي)، (2) تصوف ۽



رواداري (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (3) سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ مستيءَ جو مفهوم (ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي)، (4) سچل جي عڪسي شاعري (ڊاڪٽر غلام نبي سڏايو)، (5) عشق جي منزل (ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر)، (6) ست پريت دي (خادم عباسي)، (7) درگاهہ پرچونڊي شريف جي بياض ۾ سچل سرمست جو ڪلام (محمد پنهل ڏهر)، (8) سچلِ سائينءَ جا فڪري لاڙا (امام راشدي)، (9) سچل جي شاعريءَ ۾ جيتن، جانورن ۽ پکين جو ذڪر (ملڪ نديم)، (10) سچل سرمست دانشورن جي نظر ۾ (نصرت حسين ابڙو)، (11) سخي قبول محمد ٿئي جي سلسلي جا شاعر (ڊاڪٽر نواز علي شوق) ۽ (12) سچل سرمست تي ببليوگرافي (محمد علي حداد).

ڊيمي سائيز ۾ 156 صفحن تي مشتمل هي ڪتابي سلسلو 1994ع ۾ شايع ٿيو ۽ ان جي قيمت 40 روپيا آهي.

**سرمست 15:** سرمست جي پندرهين ڪتابي سلسلي جو مرتب محمد علي حداد آهي. ٽائيٽل ڊزائين فتاح منگي ۽ بئڪ ٽائيٽل ڪيليگرافي قيوم منگيءَ جي آهي. سرمست جي هن شماري ۾ هيٺيان مقالا شامل آهن:



(1) سچل، شاعر ۽ شخص (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (2) سچل سرمست جو ساقي نامو (ڊاڪٽر نواز علي شوق)، (3) سچل جي شاعريءَ ۾ مذهبي علامتون (ڊاڪٽر غلام نبي سڏايو)، (4) انساني عظمت ۽ سچل سرمست (ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر)، (5) سچل جي حب الوطني (دادا سنڌي)، (6) عشق گهمايم گهٽيان (نصرت حسين ابڙو)، (7) سچل سرمست جون ڪافيون (زيب نظاماڻي)، (8) نانڪ يوسف جي ڪلام ۾ سچل جو ذڪر (محمد پنهل ڏهر)، (9) سچل جي شاعريءَ جو نانڪ يوسف جي شاعريءَ تي اثر (امام راشدي)، (10) غلام حيدر فقير ۽ سندس خاندان (خادم عباسي) ۽ (11) سچل سرمست تي ببليوگرافي (محمد علي حداد).

ڊيمي سائيز جي 119 صفحن تي مشتمل هي شمارو 1995ع ۾ شايع ٿيو ۽ ان جي قيمت 40 روپيا آهي.

**سرمست 16:** سرمست جي سورهين شماري جو مرتب محمد علي حداد آهي. هي پرچو 1996ع ۾ شايع ٿيو ۽ ان ۾ هيٺيان مقالا موجود آهن:



(1) سچل سنگيت (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (2) سُر پورب ۽ جوڳ ۾ تاريخي اهڃاڻ (ڊاڪٽر غلام نبي سڏايو)، (3) سچل سرمست جي سارنگ ۾ منظر ڪشي (ڊاڪٽر بشير احمد شاد)، (4) سچل جي ڪلام ۾ خودشناسيءَ جي تعليم (ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر)، (5) سنڌي نوجوان ۽ سچل (دادا سنڌي)، (6) سچل ۽ اظهار جي آزادي (ملڪ نديم)، (7) درازا دربار جو هو درويش فقير عيسر لال (محمد پنهل ڏهر)، (8) محبت فقير سومرو (خادم عباسي)، (9) سچل جي ڪلام جا اڻ قلمي نسخا (پروفيسر ابراهيم خليل نقوي/ترجمو: غلام محمد لاکو).

**سرمست 17:** 'سرمست' جي 18 شماري جو مرتب محمد علي حداد آهي. مقالن جي ترتيب هن ريت آهي: (1) سوچ جو سرگم (ڊاڪٽر عبدلجبار جوڻيجو)، (2) سچل جو فڪر ۽ سنيهو (ڊاڪٽر غلام نبي سڏايو)، (3) فڪر سچل (ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر)، (4) وحدت الوجود جو نظريو ۽ سچل سائين (ڊاڪٽر بشير احمد شاد)، (5) سچل جو نذرانہ عقيدت بحضور اهليت (محمد پنهل ڏهر)،

(6) سچل جو فڪر سگهارو محرڪ (دادا سنڌي)، (7) آڪيداس (ڊاڪٽر نواز علي شوق)، (8) ڊکيل ڪُنيءَ تان لاٿل ڍڪڻ (منصور ميراڻي)، (9) موجوده دور ۾ سچل سرمست جي ڪلام جي اهميت (ادل سومرو)، (10) سچل سرمست کي ڪيئن پڙهجي؟ (ملڪ نديم)، (11) آشڪار ۽ عطار جي ڪلام جو تقابلي مطالعو (خضر نوشاهي)، (12) سچل جو اصغر سائينءَ جي مشاعري تي اثر (امام راشدي)، (13) رحيم بخش فاروقي (خادم عباسي)، (14) سچل سرمست تي ببليوگرافي (محمد علي حداد).

ڊيمي سائيز جي 152 صفحن تي مشتمل هن شماري جي قيمت 40 روپيا آهي ۽ اشاعت جو سال 1997ع آهي.

**سرمست- 18:** 'سرمست' جي ارڙهين سلسلي جو مرتب محمد علي حداد آهي جيڪو 1998ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن شماري ۾ شايع ٿيل مقالن جو تفصيل هن ريت آهي:



(1) سچل سرمست جي ڪلام ۾ مضمون، هيئت ۽ زبان جون نيرنگيون (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (2) سچل جي شاعريءَ ۾ ڪانگ جي علامتي تمثيل (ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو)، (3) سرمارئيءَ جي فني پهلوئن جو مختصر جائزو (ڊاڪٽر بشير احمد شاد)، (4) درد منديءَ جو ديس (نصرت حسين ابڙو)، (5) آشڪار جي علامت تي احمد چام جي فڪر ۽ ڪلام جا اثرات (خضر نوشاهي)، (6) سچل جو همعصر ۽ باڪمال شاعر پير محمد راشد روضي ڌڻي (امام راشدي)، (7) سچل سائينءَ جو فڪر ۽ اڄ جو قلمڪار (انعام شيخ)، (8) سرمست ڪتابي سلسلي جي مقالن تي تنقيدي نظر (ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر)، (9) حضرت سچل سرمست جو عاشق- پير حسام الدين راشدي (محمد پنهل ڏهر)، (10) ماستر احمد علي (خادم عباسي) ۽ (11) سچل سرمست تي ببليو گرافي- واڌارو 12 (احمد علي حداد).

**سرمست 19:** سرمست جي اوڻيهين (19) ڪڙيءَ جو مرتب به محمد علي حداد آهي. هن شماري ۾ ڇپيل مقالن جو تفصيل هيٺينءَ ريت آهي:

(1) ٽوڙ رواج ۽ رسمون ساريون (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (2) سچل سائينءَ جي اردو شاعريءَ ۾ عشق جي اپٽار (ڊاڪٽر بشير احمد شاد)، (3) واهه مٽي تنهنجو ملهه (خادم عباسي)، (4) سماع جي اهميت ۽ سچل (ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو)، (5) سچل سرمست- هر دور جو رهنما شاعر (انعام شيخ)، (6) سچل ۽ روشن خيالي (ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر)، (7) سچل سرمست جو استاد- عبدالله قريشي (ڊاڪٽر نواز علي شوق)،



(8) ڪوجهيءَ جي ڪلام ۾ سچل سائينءَ جو ذڪر (محمد پنهل ڏهر)، (9) سچل جو پروانو- علي اڪبر درازي (امام راشدي)، (10) سچل سرمست تي ببليوگرافي (محمد علي حداد).

ڊيمي سائيز جي 112 صفحن تي مشتمل 1999ع ۾ ڇپيل هن شماري جي قيمت 40 روپيا آهي.

**سرمست- 20:** 'سرمست' جي ويهين ڪڙيءَ جو مرتب ڊاڪٽر ادل سومرو ۽ ٻانهن ٻيلي قربان منگي آهي. 'پنهنجي پاران' ۾ ڊاڪٽر ادل سومرو پنهنجن پيشروئن ڊاڪٽر تنوير عباسي ۽ محمد علي حداد (مرحوم) کي ياد ڪندي لکي ٿو: "اڄ جڏهن سرمست-20 جي شروعاتي صفحن لاءِ هي چند سٽون لکي رهيو آهيان ته جهڙالين اکين آڏو لفظ ڏنڌلا ٿيندا وڃن ٿا. انهن لفظن جي پسمنظر ۾ به مرڪندڙ چهرا ظاهر ٿيندي محسوس ٿين ٿا: سائين تنوير عباسي ۽ سائين محمد علي حداد. اهي ٻئي ٻاجهارا انسان هئا، جن جي موجودگيءَ سان سچل سائينءَ جي عرس تي ٿيندڙ ادبي ڪانفرنس جون رونقون وڌي وينديون هيون. هن پيري سيني عالمن اديبن ۽ شاعرن جون اکيون انهن ٻن پيارن انسانن کي ڳوليندي ۽ جڏهن ڪين نه پسنديون ته ڪيڏيون وياڪل ٿي ويندي! سچ ته سچل سائين جي عرس جون سڀئي تقريبون هنن ٻن شخصن ڪان سواءِ اڌوريون ۽ پُسيون محسوس ٿينديون." ان بعد هن ٻنهي عظيم ساٿين کي تفصيلي خراج تحسين پيش ڪيو آهي.



ادل سومري اهو به ڄاڻايو آهي ته هن سال 1999ع ۾ سچل سائينءَ جو عرس ٻيو ڀيرو ملهائجي رهي آهي. پهريون عرس 2 جنوري 1999ع تي ملهايو ويو ۽ هي ٻيو عرس 23 ڊسمبر 99 تي ٿي رهيو آهي. هن شماري ۾ سهيل اڪبر شاهه (ڊپٽي ڪمشنر ۽ سچل سرمست يادگار ڪميٽيءَ جي چيئرمئن)، تنوير عباسي، محمد علي حداد ۽ گذريل ادبي ڪانفرنس جون تصويرون شامل آهن. شماري ۾ مقالن جي ترتيب هن ريت ڏني وئي آهي: (1) پاڻ ئي پنهل آهيان- صدارتي تقرير (ڊاڪٽر رشيد احمد شاهه، وائيس چانسلر)، (2) اُتي پيو وڃي خيال منهنجو (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (3) خواجه محڪم الدين سيلاني ۽ حضرت سچل سرمست (ڊاڪٽر نواز علي شوق)، (4) سچل سرمست جو زمانو- نموني خاطر سندس ڄمار جي ابتدائي 10 سالن واري عهد معاصر جو خاڪو (ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ)، (5) سچل جو مذهبي نفيءَ واري تحريڪ جو سماجي پهلو (ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو)، (6) ٻئيءَ ڇڄ مَ چُل (تاج جويو)، (7) فلسفو انا الحق ۽ سچل سرمست (ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر)، (8) سچل سرمست جي ڪلام ۾ ڏک جو فلسلو (ڊاڪٽر بشير احمد شاد)، (9) سچل- سنڌ جو منصور (انعام شيخ)، (10) ڪڏ تون دغا دل مان

(مير نصرت حسين ابڙو)، (11) اي قاضي صاحب! اسان ڪان چا ٿو پڇين؟ (مولانا عبداللطيف سڪندري)، (12) سچي سائينءَ جي شاعريءَ ۾ منظر نگاري (مقصود گل)، (13) سچل سرمست تي لکيل دادا سنڌي مرحوم جي مقالن جو مختصر جائزو (محمد پنهل ڏهر)، (14) صوفي فڪر ۾ راڳ جي اهميت (منصور ميراڻي)، (15) شيخ اياز جي تحريرن ۾ سچل جو ذڪر ۽ فڪر (امام راشدي)، (16) وقت اها تي ويل دوئي دور ڪرڻ جي (ميان غلام حسين فاتح).

ڊيمي سائيز جي 120 صفحن تي مشتمل، هي شمارو 1999ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو ۽ ان جي قيمت 40 روپيا آهي.

**سرمست-21:** 'سرمست' جي ايڪيهين (21) ڪڙيءَ جو مرتب مولا بخش لاڙڪ ۽ بانهن بيلي قربان منگي آهي. هن شماري ۾ ڊپٽي ڪمشنر خواجه شفيق احمد، سچل يادگار ڪميٽيءَ جي ميمبرن ۽ گذريل ادبي ڪانفرنس جون تصويرون ڏيڻ بعد هيٺيان مقالا شايع ڪيا ويا آهن:




(1) سچل سائين مجازي محبوب جي حضور ۾ (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (2) اڄوڪي سائنسي دور ۾ سچل جي وحدت الوجود واري (نظرئي مان سماجي ڪارج ڳولڻ (تاجل بيوس)، (3) سچل سرمست تي ٿيل تحقيق ۽ هڪ پي. ايچ. ڊي ٿيسز جو جائزو (ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو)، (4) سچل سرمست جو ڪاپڙي (ڊاڪٽر بشير احمد شاد)، (5) سچل جي ڪلام تي هندي شاعريءَ جا اثرات (ڊاڪٽر هدايت پريم)، (6) سچل سرمست سنڌي اجتماعي آڇپي جو شاعر (انعام شيخ)، (7) حضرت باهو ۽ سچل سرمست جون رندي رمزون (سرمد چانڊيو)، (8) سچل سائينءَ جي دور جا علائقي تي سياسي سماجي اثر (منصور ميراڻي)، (9) حضرت سچل سرمست جو شجرو ۽ اهم بيت 'هاءِ هاءِ' (مولانا عبداللطيف سڪندر)، (10) هڪ عظيم سچل شناس ماڻهو ڊاڪٽر تنوير عباسي (محمد پنهل ڏهر)، (11) سچل جي مغربي شارح اينيمري شمل (سيد امام المتقين راشدي)، (12) سچل سائينءَ جو فڪر (ميان غلام حسين نائچ)، (13) سچل سارو سچ (ذاڪر حسين ڪٽي) ۽ (14) سچل سائين (پروفيسر ڪاظم زيدي).

ڊيمي سائيز جي 120 صفحن تي مشتمل هي شمارو، سچل يادگار ڪميٽي خيرپور 2000ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 40 روپيا آهي.

**سرمست 22:** هن ڪڙيءَ جو مرتب پڻ مولا بخش لاڙڪ ۽ بانهن بيلي قربان منگي آهن. ابتدا ۾ گذريل سال جي ادبي ڪانفرنس جي تصويري جهلڪين ڪانپوءِ هيٺيان مقالا شايع ڪيا ويا آهن:

(1) سچل سرمست جي تعليم غلاميءَ خلاف (ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر)، (2) سچل سرمست جي سُرراڻي ۾ طالب ۽ مطلوب (ڊاڪٽر بشير احمد شاد)، (3) سچل سائين انساني شرف ۽ آبروءَ جو قائد (ڊاڪٽر هدايت پريم)،




(4) سچل سرمست مذهبي رواداريءَ جو امين (انعام شيخ)، (5) سنڌي راڳ جا ٻول (سرمد چانڊيو)، (6) هئي هئي چا ٿي پيو (مولانا عبداللطيف سڪندري)، (7) حضرت سچل سرمست تي محمد علي حداد جي ڪيل تحقيقي ڪم جو جائزو (محمد پنهل ڏهر)، (10) سچل جو شارح، تنوير عباسي (امام بخش راشدي)، (11) بيخود فقير (خادم عباسي)، (12) سچل جي مارئي (مقصود گل)، (13) سچل جي سير جو پيرو (احمد خان مدهوش)، (14) سچل جي شاعريءَ ۾ لساني تبديليون (برڪت بلوچ)، (15) 180 سال اڳ سنڌ ۽ سچل جو سنيهو (حافظ محمد بخش خاصخيلي)، (16) عشق مبارڪ (ميان غلام حسين فاتح)، (17) جاڏي ڪياڙي، سجدو تاڏي نه ٿئي (حزب الله آءِ سومرو)، (18) سچل سرمست ڪي دور ڪي مذهبي حالات پر ايڪ نظر (پروفيسر موهن لعل پريمي).

ڊيمي سائيز جي 128 صفحن تي مشتمل هي شمارو، 2001ع ۾ ڇپيو ۽ ان جي قيمت 40 روپيا آهي.

**سرمست 23:** سرمست جي 23 ڪڙيءَ جو مرتب مولا بخش لاڙڪ ۽ بانهن بيلي قربان منگي آهي. چيئرمئن سچل سرمست يادگار ڪميٽي، ڊسٽرڪٽ ڪوآرڊينيشن آفيسر اعجاز احمد منگيءَ ۽ گذريل ادبي ڪانفرنس جي تصويري جهلڪين کان پوءِ هن شماري ۾ هيٺيان مقالا شايع ڪيا ويا آهن:




(1) مصيبت ماريا، سائينءَ سنواريا (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (2) سچل سرمست جي عوامي شاعري (ڊاڪٽر نواز علي شوق)، (3) خيام، عطار ۽ سچل (ڊاڪٽر هدايت پريم)، (4) ديوان آشڪار جو هڪ ناياب قلمي نسخو (محمد پنهل ڏهر)، (5) وحدت نامو (سنڌي) جو مطالعو (ڊاڪٽر بشير احمد شاد)، (6) بهاول فقير (خادم عباسي)، (7) سچل آخري زماني جو منصور (نواز رڪٽائي)، (8) سچل سارو سچ (ذاڪر حسين ڪٽي)، (9) ديوان آشڪار- عقل نقل جو شاهڪار (مولانا عبداللطيف سڪندري)، (10) سنڌ ۾ ڪاري ۽ ڪاريءَ جي رسم ۽ سچل سرمست جو موقف (پروفيسر سومرو غلام رسول اڪرم)، (11) ايجها ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ ٻڌيجي (حزب الله آءِ سومرو)، (12) سچل سائينءَ جو فڪر (ميان غلام حسين فاتح)، (13) سچل سرمست جي اردو شاعريءَ ۾ حسن ۽ عشق جو فلسفو

(پروفيسر موهن لعل پريمي)، (14) منصوري روايات ڪي علمبردار حضرت سچل سرمست ڪي شاعري مين عشق و مستي (آغا احسان دانش) ۽ (15) سچل سرمست تي ببليو گرافي (مهر خادم).

ڊيمي سائيز جي 128 صفحن تي مشتمل هي شمارو 2002ع ۾ شايع ٿيو ۽ ان جي قيمت 40 روپيا آهي.

**سرمست- 24:** 'سرمست' جي چوويهين ڪڙي مولا بخش لاڙڪ ۽ سندس ٻانهن ٻيلي قربان منگيءَ ترتيب ڏني آهي. حسب دستور D.C.O رضوان ميمڻ ۽ ادبي ڪانفرنس تصويرون ڏيڻ ڪان پوءِ هيٺين مقالن کي هن شماري ۾ شامل ڪيو ويو آهي:




(1) سچل سائين جي سرسئيءَ ۾ نياز ۽ نوڙت جو سبق (ڊاڪٽر نواز علي شوق)، (2) سچل جا انساني اُمنگ ۽ اُڌما (ڊاڪٽر هدايت پريم)، (3) ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر ۽ حضرت سچل سرمست جو مطالعو (محمد پنهل ڏهر)، (4) نوريءَ جو نياز ۽ سمي جي سخاوت (ڊاڪٽر بشير احمد شاد)، (5) ديوان آشڪار جي بيتن جو نمبر وار ترجمو (مولانا عبداللطيف سڪندري)، (6) سچل سرمست جي دور جي سنڌي علم و ادب جو جائزو (پروفيسر موهن لعل پريمي)، (7) ماٺڪ ميڙيائون: ڏيهي ۽ پرڏيهي ڏاهن سچل کي ڪيئن ڏٺو؟ (مقصود گل)، (8) من عرف نفسه فقد عرف ربه (حزب الله آءِ سومرو)، (9) حضرت سچل سرمست جو فنا ۽ بقا جو ذڪر (ميان غلام حسين فاتح)، (10) سچل سرمست جي ڪلام ۾ سرمستيءَ واري ڪيفيت (ممتاز تبسم شر)، (11) سچل سرمست تي ببليوگرافي.

هن ڊيمي سائيز جي 86 صفحن تي مشتمل پرچي جي قيمت 40 روپيا آهي ۽ سال 2003ع ۾ سچل يادگار ڪميٽي خيرپور ڇپائي پڌرو ڪيو.

**سرمست- 25:** سرمست جي پنجويهين (25) ڪڙيءَ جو مرتب مولا بخش لاڙڪ ۽ ٻانهن ٻيلي قربان منگي آهي، ابتدا ۾ رضوان ميمڻ D.C.O جي تصوير ۽ گڏريل ڪانفرنس جي تصويري جهلڪين ڏيڻ بعد هن شماري ۾ هيٺيان مقالا شايع ڪيا ويا آهن:




(1) سچل سرمست کي فقير الحاج ڏنل فقير (پروفيسر ڊاڪٽر محمد علي)، (2) رانجهوءَ واري رمز (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (3) سچل جي ڪلام ۾ جوڳين ۽ سامين جو ذڪر (ڊاڪٽر هدايت پريم)، (4) سچل سائينءَ جي نگاهه- سچل جي نگاهه (نواز ڪٽائي)، (5) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جي سچل شناسيءَ جو مختصر جائزو (محمد پنهل ڏهر)، (7) سچل چيو خود خدا ٻڌجو (ملڪ نديم)، (10) سچل سرمست جي انفراديت ۽ اهميت (تاج جويو)، (8) سچل سائين، درازا ۽ اسان جا اديب (الطاف اثيم)، (9) سچل سرمست جي مثنوين جو مختصر ذڪر (پروفيسر موهن لعل پريمي)، (10) آغا غلام نبيؐ صوفي، سچل جو مرتب ۽ شارح (ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو)، (11) سچل جو سنيهو ۽ سنڌ جي اڪيلائپ (فياض چنڊ ڪليري)، (12) حضرت سچل سرمست جي ديوان آشڪار جو سنڌي ترجمو (مولانا عبداللطيف سڪندري)، (13) هين تون آپ الله (حزب الله آءِ سومرو)، (14) فقير محمد شفيع عرف قلندر علي درازي (حاجي عبدالحميد سومرو)، (15) سچل سائينءَ جو عقيدو (ميان غلام حسين فاتح)، (16) سچل عشق دا پنڌ سجايا (خواجا ذوالفقار)، (17) سچل سرمست بيباڪ شاعر (انور پرديسي).

ڊيمي سائيز جي 160 صفحن تي مشتمل هن شماري جي قيمت 50 روپيا آهي ۽ هن جي اشاعت 2004ع ۾ سچل سرمست يادگار ڪميٽيءَ ڪئي آهي.

**سرمست 26:** سرمست 26 جو مرتب پڻ مولا بخش لاڙڪ ۽ ٻانهن ٻيلي قربان منگي آهي، هن شماري ۾ قاضي شاهد پرويز (چيئرمئن سچل يادگار ڪميٽي) ۽ گڏريل ادبي ڪانفرنس جي تصويرن ڪانپوءِ مقالن جي ترتيب هن ريت آهي:




(1) سچل سرمست: متفرق ڪلام ۾ هيئت ۽ معنيٰ (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (2) سچل جي ڪلام ۾ روميءَ جي فڪر جي جهلڪ (ڊاڪٽر هدايت پريم)، (3) سچل جي شاعريءَ جو جديد فني لاڙن مطابق مختصر اڀياس (ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو)، (4) سچل سرمست وٽ ماڻهن جي شڪايت (ڊاڪٽر ملڪ نديم)، (5) گداز نامي جو هڪ آڳاٽو ترجمو (خادم عباسي)، (6) رسالي سچل سائينءَ جي ترتيب جا سرچشما (ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو)، (7) سچل سرمست شاعر هفت رنگ (ڊاڪٽر محمد يوسف خشڪ)، (8) سنڌ جي موجوده تعليمي نصاب ۾ سچل سرمست جو احوال ۽ شاعري، (9) 'ديوان آشڪار' ۾ سچل جا انڪشاف ۽ اعتراف (الطاف اثيم)، (10) سچل سرمست جي شاعريءَ جي هڪ لساني خصوصيت (برڪت بلوچ)، (11) سچل جو خانقاهه راشديه سان تعلق (امام راشدي)، (12) ديوان آشڪار جو سلسليوار سنڌي ترجمو (عبداللطيف سڪندري)، (13) سچل جي سنڌي بيتن ۾ جوڳيئڙن جو ذڪر (پروفيسر موهن لعل پريمي)، (14) سچل سائينءَ جي سوريتي سسئي (نواز ڪٽائي)، (15) سچل سرمست جو فڪر ۽ فلسفو (حزب الله آءِ سومرو)، (16) سچل کي سڃاڻڻ (غوث بخش عباسي)، (17) ايڪيهن صديءَ ۾ ورهاڱن جي

اهميت، ڪارج ۽ سچل جو فلسفو (ذاڪر حسين ڪٽي)، (18) حضرت سچل سرمست جي شعر جي سٽا، فن ۽ اسلوب بيان (حاجي عبدالحميد سومرو درازي)، (19) حضرت سچل سرمست جي بين الاقوامي حيثيت (ميان غلام حسين فاتح)، (20) سچل جي حضور گودڙئي جا گل (ممتاز تبسم شر)، (21) سچ ٿا مرد چون (انور پرديسي)، (22)، سچ ۽ عشق جو پيغام ڏيندڙ حضرت سچل سرمست (علي نواز ڪلهوڙو)، (23) سچل سائينءَ جي شخصيت ۽ شاعري (علي حسن سرڪي)، (24) سنڌ جو آشڪار (سڪندر ڪرل) ۽

(25)Sachal Sarmast Myshe of Truth: Rahim Dion Mahar.

هن ڊيمي سائيز جي 207 صفحن تي مشتمل شماري جي قيمت 50 روپيا ۽ اشاعت جو سال 2005ع آهي.

**سرمست 27:** 'سرمست' جي ستاويهين (27) ڪڙيءَ جو مرتب مولا بخش لاڙڪ ۽ ڀانهن ٻيلي قربان منگي ۽ امر اقبال آهن. هن شماري جي ٽائيٽل تي سچل سرمست جي خوبصورت تصوير ۽ بئڪ ٽائيٽل تي سچل جي شعر جي سٽ "سر اسان ڏي آيا وڀارا! عشق زوران زور پيي" ڏني وئي آهي، ڪئليگرافي سعيد منگيءَ جي آهي. گذريل ادبي ڪانفرنس جي تصويري جهلڪين ڪان پوءِ مضمون ۽ مقالا ڏنا ويا آهن. هيٺين عالمن جا مقالا هن شماري ۾ شامل آهن: (1) ڊاڪٽر هدايت پريم: سچل سائين مظلومن جو شاعر، (2) ڊاڪٽر ملڪ نديم: ڪائنات، زندگي ۽ مذهب بابت سچل جو اظهار، (3) ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو: سچل جي ڪلام ۾ حقيقت جو اظهار، (4) برڪت بلوچ: سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ آيل "ٻه ٻوليائي" لفظن جو اڀياس، (5) ڊاڪٽر محمد يوسف خشڪ: سچل سرمست اور سائنسي علوم، (6) محمد پنهل ڏهر: سچل شناسيءَ تي رشيد احمد لاشاريءَ جي ڪيل ڪم جو جائزو، (7) امام راشدي: سچل اختلافن جي زد ۾، (8) پروفيسر موهن لعل پريمي: سچل سرمست ۽ سنت چرنداس جو مطالعو 9) نواز رڪٽائي: حضرت سچل سرمست جي حب الوطنيءَ جو اظهار: شر مارئي، (10) نجم نور قلپوٽو: سچل: سڪ، سونهن ۽ سچ جو مظهر، (11) غوث بخش عباسي: من ڪفر نمي گويم... (12)رحيم ڏنو مهر وڪيل: سچل سرمست ۽ ان جي شاعري، (13) ڊاڪٽر گلزار احمد سومرو عبدوي: سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ وحدت الوجود ۽ انساني يڪجهتيءَ جو درس، (14) حزب الله آءِ. سومرو: سچل جي نظر ۾ 'مُلا' جو ڪردار، (15) مولانا عبداللطيف سڪندري: حضرت سچل سرمست جي ديوان آشڪار جو سلسليوار ترجمو (16) حاجي عبدالحميد سومرو درازي: درازي درگاهه جو درويش فقير لعل بخش گڏاٽي، (17) فقير عطا فولادي: سچل، صورت سچل جي، (18) ساجد سومرو: لطيف سائين ۽ سچل هڪ ئي مڪتبہ فڪر جا ساٿي آهن، (19) ميان غلام حسين فاتح: سچل سائينءَ جي حالتن تي نظر، (20) علي حسن سرڪي: حق ۽ سچ جو شاعر حضرت سچل سرمست، (21) علي نواز ڪلهوڙو: حضرت سچل سرمست جي عظيم شاعريءَ ۽ سندس شخصيت ۽ (22) Hassan Shaikh: The Philosophy of Humanism in Sachal's Poetry.



ڊيمي سائيز جي 192 صفحن تي مشتمل هي پرچو 2006ع ۾ شايع ٿيو ۽ ان جي قيمت 50 روپيا آهي.

**سرمست 28:** 'سرمست' جي اٺاويهين (28) ڪڙيءَ جو مرتب مولا بخش لاڙڪ ۽ ڀانهن ٻيلي قربان منگي ۽ امر اقبال آهن. ٽائيٽل ڊزائين سعيد منگيءَ جي تيار ڪيل آهي. چيئرمئن سچل سرمست يادگار ڪميٽي ۽ D.C.O الهڏتي شرجي تصوير ۽ ادبي ڪانفرنس جي تصويري جهلڪين ڪان پوءِ مضمونن ۽ مقالن جي ترتيب هيٺينءَ ريت رکي وئي آهي:



(1) پورب ۽ جوڳي (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (2) سچل سرمست جي ڪلام ۾ 'الف' جي اهميت (ڊاڪٽر نواز علي شوق)، (3) سچل سائينءَ جي ڪلام ۾ قرآن حڪيم جا حوالا (ڊاڪٽر بشير احمد شاد)، (4) سچل سرمست ڪي يتيميءَ جو احساس (ڊاڪٽر ملڪ نديم)، (5) سچل جي شاعريءَ ۾ عشق جو فلسفو (ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو)، (6) داستان مومل راڻو (نواز رڪٽائي)، (7) سچل جي نفيءَ جي نظريي جو اڀياس (برڪت بلوچ)، (8) اچ اچي ڏس عشق سچل جو: عشق نامي جو مطالعو (ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو)؛ (9) سچل جي ڪلام ۾ مذهبي رواداري ۽ هم آهنگي (پروفيسر موهن لعل پريمي)، (10) عشق لڳئي تہ ڪر آمين! (الطاف اثيم)، (11) سچل سائين وحدت الوجودي شاعر (عابد مظهر)، (12) سچل سرمست ماضي، حال ۽ مستقبل جو شاعر (آغا نور محمد)، (13) سچل سائينءَ جي شاعري ۽ شخصيت تي صوفي انقلاب جو ٻيو اثر (منصور ميراڻي)، (14) رشيد احمد لاشاريءَ جو سچل نامو (محمد پنهل ڏهر)، (15) سچل جا فڪري محرڪ (امام راشدي)، (16) آيا مڪ ويڪڻ (ڊاڪٽر عنايت حسين لغاري)، (17) حضرت سچل سرمست جي ديوان آشڪار جو سلسليوار ترجمو (مولانا عبداللطيف سڪندري)، (19) انگريزي سامراج خلاف جدوجهد ۾ سچل سائينءَ جو ڪردار (حزب الله آءِ. سومرو)، (18) سچل ۽ عشق رسول (عبدالجبار عبد)، (19) سچل ۽ عشق خدا (ڊاڪٽر گلزار احمد سومرو عبدوي)، (20) سچل سراپا عشق (غوث بخش عباسي)، (21) سنڌ سچل جي پيغام کي ڪيتريقدر سمجهيو آهي؟ (نسيم بخاري)، (22) سچل سرمست هڪ سچو عاشق (ادريس عاجز عباسي)، (23) درازي درگاهه جا چند

ديوان درويش (حاجي عبدالحميد سومرو درازي)، (24) حضرت سچل سرمست مستي ۾ ماٺيپي جو شاعر (راز علي گل پٺو)، (25) سچل سرسبحان (فقير عطا فولادي)، (26) سچل سائينءَ جي ڪلام ۾ سرمستي (سيما)، (27) وحدت جو وڻجارو حضرت سچل سرمست (علي حسن سرڪي).

ڊيمي سائيز جي 208 صفحن تي مشتمل هي شمارو سچل يادگار ڪميٽي خيرپور 2007ع ڇپايو آهي ۽ ان جي قيمت 50 روپيا آهي.

**سرمست- 29:** 'سرمست' جي 29 ڪڙيءَ جو مرتب مولا بخش لاڙڪ ۽ ٻانهن ٻيلي قربان منگي ۽ امر اقبال آهن. گڏريل ادبي ڪانفرنس جي تصويري خبرنامي ڪانپوءِ شايع ڪيل مقالن جي ترتيب هن ريت آهي:




(1) سچل سرمست جو وحدت نامو ڪبت جي صنف ۾ (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (2) سچل سائين اينيمري شمل جي نظر ۾ (ڊاڪٽر هدايت پريم)، (3) سماجوادي شاعر، سچل (ڊاڪٽر غلام نبي سڏايو)، (4) خدائي جون رمزون (عبدالغفار صديقي)، (5) سچل سرمست جي سرائيڪي ڪلام ۾ حسن ۽ عشق جو اذڪار (ڊاڪٽر بشير احمد شاد)، (6) سچل سرمست جي مثنوي دردنامي جو مطالعو (ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو)، (7) سچل جو صوتي وحدت الوجود (برڪت بلوچ)، (8) سچل سرمست جو مثالي انسان (موهن لال پريمي)، (9) سچل جي ڪلام ۾ سماجي فڪر (نجم نور قلپوٽو)، (10) حضرتِ سچل سرمست جو عشق خدا ڏانهن عروج (مولانا عبداللطيف سڪندري)، (11) سنڌ ۾ اردو شاعريءَ جو مطالعو ۽ سچل سرمست (محمد پنهل ڏهر)، (12) سچل جو فڪري مرشد- حسين بن منصور (امام راشدي)، (13) سچل سائينءَ جي زندگيءَ سان وابسته عورتون (مهر خادم)، (14) پاڻ سڃاڻڻ جو فلسفو ۽ ان جون صورتون (حزب الله آءِ سومرو)، (15) حضرت سچل سرمست جي دور ۾ لوڪ ادب جي حيثيت (سگهڙ حسين بخش رڏ)، (16) سچي سائينءَ جو سچو عاشق ۽ شارح: قاضي علي اڪبر درازي (غوث بخش عباسي)، (17 سچل سرمست جي ڪلام ۾ حرف جر Pre positive ۽ Post Position جي خصوصيت (مجاهد حسين سولنگي)، (18) سچل جي ڪلام ۾ صوفيءَ جي سڃاڻ (سيما)، (19) اندر جو آئينو ۽ سچل سائينءَ جو پيار پريو پيغام (خواجه ذوالفقار)، (20) ڪپ دوئي جا دوال ميان! (فقير عطا فولادي)، (21) سچل سائين هندو ليکڪن جي نظر ۾ (علي حسن سرڪي)، (22) حضرت سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ خدا پاڪ سان عشق جو ناتو (علي نواز ڪلهوڙو)،

(23)Sachal the Beloved in the Self: Dr. Sagar Abro.

ڊيمي سائيز جي 176 صفحن تي مشتمل 'سرمست' جو هي شمارو 2008ع ۾ سچل يادگار ڪميٽي خيرپور ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سرمست- 30:** 'سرمست' جي ٽيهين (30) ڪڙيءَ جو سهيڙيندڙ مولا بخش لاڙڪ ۽ ٻانهن ٻيلي قربان منگي ۽ امر اقبال آهن. محمد عباس بلوچ D.C.O جي تصوير سان گڏ گڏريل ادبي ڪانفرنس جي تصويري جهلڪي ڪانپوءِ مضمون ۽ مقالا هيٺينءَ ترتيب سان شايع ڪيا ويا آهن. (1) سچل سرمست ۽ موسيقي (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (2) سرمست جي ڪلام جون خاص خوبيون (ڊاڪٽر نواز علي شوق)، (3) سچل سائينءَ جو فڪر ۽ علمي پائيچارو (ڊاڪٽر ادل سومرو)، (4) سچل سرمست جي اڄوڪي دور ۾ اهميت (تاج جويو)، (5) مرزا علي قلي بيگ جي ترتيب ڏنل رسالي 'رسالو ميان سچل فقير جو' سرسري جائزو (ڊاڪٽر بشير احمد شاد)، (6) سچل سائينءَ جو نحوي وحدت الوجود (برڪت بلوچ)، (7) سچل سائينءَ جون ڪافيون (سرمد چانڊيو)، (8) سچل ۽ عالمگيريت (موهن لعل پريمي)، (9) سچل جي صحن ۾ (الطاف اثيم)، (10) سچل سائينءَ جو هادي الحق (مهر خادم)، (11) ديوان آشڪار جي بيتن جو سلسليوار سنڌي ترجمو (مولانا عبداللطيف سڪندري)، (12) سچل سرمست جي فڪر جي حوالي ڪان تصوف جي دنيا کي ضرورت (حزب الله آءِ سومرو)، (13) حضرت سچل سرمست متعلق غلط روايتون (غوث بخش عباسي)، (14) سچل جي شاعريءَ ۾ عشق ۽ بيخوديءَ جي ڪيفيت (احسان دانش)، (15) سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ انگن جو استعمال (مجاهد حسين سولنگي)، (16) حضرت سچل سرمست جي عرس مبارڪ جون چند قديمي ريتون رسمون ۽ يادون (فقير حاجي عبدالحميد سومرو درازي)، (17) سچل منصور ثاني (رئوف عباسي)، (18) سچل سرمست انسانيت ۽ آزاديءَ جو شاعر (خواجه ذوالفقار)، (19) سچل سارو سچ (ذاڪر حسين ڪٽي)، (20) سچل 'سچو' سچ تي رهندو علي حسن سرڪي.



**اردو ۽ سرائيڪي ڀاڱو:** (1) فکر و فقر حضرت سچل سرمست- ديوان آشکار کي آئيني ۾: ڊاڪٽر خضر نوشاهي، (2) سچل سرمست محبتون کا پيغامبر: ڊاڪٽر طاهر تونسوي، (3) سچل سرمست کي فکري وراثت: ڊاڪٽر راشد مئين، (4) سچل سائين کا جنوبي ايشيائي پسمنظر: قاضي جاويد، (5) سنڌ وادي دا عطار تي منصور: ڊاڪٽر نبيله عمر.

ڊيمي سائيز جي 160 صفحن تي مشتمل هي شمارو 2009ع ۾ شايع ٿيو ۽ ان جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سرمست-31:** 'سرمست' ڪتابي سلسلي جو 31 شمارو مولا بخش لاڙڪ سهيڙيو آهي ۽ ٻانهن ٻيلي قربان منگي ۽ امر اقبال رهيا آهن.



گذريل ادبي ڪانفرنس جي تصويري خبرنامي ڪانپوءِ هيٺينءَ ترتيب سان مقالا شايع ڪيا ويا آهن:

**سنڌي ڀاڱو:** (1) ميان صاحب ڏنو فاروقي: ڊاڪٽر نواز علي شوق، (2) سچل جي ’وصلت نامہ‘ جو مختصر جائزو: ڊاڪٽر فائزه زهرا مرزا، (3) سچل سائينءَ جو سياسي وحدة الوجود: برڪت بلوچ، (4) سچل سائينءَ جي گهڙولي: محمد پنهل ڏهر، (5) سچل سرمست جي ڪلام ۾ انساني عظمت جو فلسفو: نجم نور قلپوٽو، (6) سچل سائينءَ جي ڏاڏي ميان صاحبڏني جي ولادت ۽ وفات جا درست سال (حزب الله آءِ. سومرو)، (7) سچل سرمست جو ’وصلت نامہ‘ (فارسي): غوث بخش عباسي، (8) حضرت سچل سرمست جي وحدانيت واري شاعري: مرزا علي گل پٺاڻ، (9) حب رسول، سچل سرمست جي سنڌي شاعريءَ ۾: الهوسايو سومرو، (10) سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ اخلاقي ۽ سماجي قدرن جي اپٽار: انور پريمي، (11) سچل سرمست جي ڪلام ۾ تبديليءَ جو درس: زين سولنگي، (12) سچل سائينءَ جو مجازي محبوب ڪير؟ علي حسن سرڪي.

**حصہ اردو:** (1) سندھ کی عظیم صوفیانہ روایتیں: قاضي جاويد، (2) سچل سرمست کا اردو کلام، سائنسي بنيادون پر تدوين کي ضرورت اور اهميت: ڊاڪٽر تنظيم الفردوس، (3) حضرت سچل سرمست کا کلام احاديث نبوي کي تناظر ۾: ڊاڪٽر بشير احمد شاد، (4) عکس سچل، درآئينہ کلام فارسي: خضر نوشاهي.

**سچل سرمست يادگار ڪاميٽي:** تاريخ ۽ پسمنظر: هادي بخش لاڙڪ، محمد علي حداد ۽ قربان منگي.

ڊيمي سائيز جي 158 صفحن جو هي شمارو سچل يادگار ڪميٽي خيرپور، 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سرمست 32:** ’سرمست‘ ڪتابي سلسلي جو 32 شمارو مولا بخش لاڙڪ سهيڙيو آهي ۽ ساڻس ٻانهن ٻيلي قربان منگي ۽ امر اقبال رهيا آهن، دستور موجب گذريل ادبي ڪانفرنس جي تصويري جهلڪين ڪانپوءِ مضمون ۽ مقالا ڏنا ويا آهن، سرمست جي ترتيب هن ريت آهي: (1) سچل سرمست هڪ عظيم موسيقار: ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو (2) اڄا مڪڻ ۾ ماڪي وجهڻ جي ضرورت آهي: ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ، (3) سچل جي سرائيڪي ڪلام ۾ مرشد جو مقام: ڊاڪٽر بشير احمد شاد، (4) سچل وٽ عشق جو مرتبو: منير سولنگي، (5) سچل سائينءَ جو ڪلام ۽ پيغام:



مختيار ملڪ، (6) سچل جو فڪري تسلسل تنوير عباسي: برڪت بلوچ، (7) ڇوڙ گمان گدائي والا: منظور احمد قناصرو، (8) سچل جي ڪلام جو آدرشي ڪردار منصور حلاج: الطاف اثيم، (9) سچي سائينءَ جي تصوير: قاضي مقصود گل، (10) ديوان آشڪار جو سنڌي سلسليوار ترجمو: مولانا عبداللطيف سڪندري، (11) سچل جي پرت جو طالب فقير قادر بخش بيدل: اختر درگاهي، (12) ميان صلاح الدين فاروقيءَ جي وفات جو درست سال: حزب الله آءِ. سومرو، (13) سچل وٽ سرمستيءَ سان گڏ عاجزي ۽ توحيد: سجاد ميراڻي، (14) حضرت سچل سرمست طرفان نفيءَ ذريعي اثبات کي اجاگر ڪرڻ جو طريقو: راز علي گل پٺاڻ (15) سچل سرمست جي مزاحمتي شاعري: انور پرديسي، (16) سار سچل جي: علي حسن سرڪي، (17) سچل سارو سچ: زين سولنگي.

**اردو حصہ:** (18) رازدانءِ دَرراز، کليم توهيد، مُقلدِ منصور: ياسر قاضي،

ڊيمي سائيز جي 160 صفحن جو هي ڪتاب سچل يادگار ڪميٽي خيرپور 2011ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سرمست 33:** ’سرمست‘ جي 33 ڪڙيءَ جو سهيڙيندڙ مولا بخش لاڙڪ ۽ ٻانهن ٻيلي قربان منگيءَ ۽ امر اقبال آهن. گذريل ادبي ڪانفرنس جي تصويري خبرنامي ڪان پوءِ هن شماري ۾ هيٺيان ادبي ۽ تحقيقي مقالا شامل آهن:



(1) سچل سرمست جي سرائيڪي ڪلام ۾ مرشد جو مقام ڊاڪٽر بشير احمد شاد، (2) عشق جو کھڙو درازن ۾ حجب اسرار هو: الطاف اثيم، (3) ملڪي ترقيءَ لاءِ معاون ڪلاسيڪي شعري ادب: پروفيسر ڊاڪٽر يوسف خشڪ، (4) ديوان آشڪار جو سلسليوار سنڌي ترجمو: مولانا عبداللطيف سڪندري، (5) انسانيت جو فڪر ڏيندڙ شاعر سچل سرمست: ڊاڪٽر مخمور بخاري، (6) سچل سرمست جي فارسي مثنوي ’تارنامہ‘ جو مختصر جائزو: غوث بخش عباسي، (7) سچل جي عمر بابت بيدل جي شاعريءَ جو مطلب: حزب الله آءِ. سومرو، (8) حضرت سچل سرمست جو فڪر تصوف ۽ تاريخ جي آئيني ۾: راز علي گل پٺاڻ، (9) منصور ثانيءَ جي ڪلام ۾ منصور اول جو ذڪر خير: عبدالحميد سومرو درازي، (10) سچل سرمست جي شاعريءَ ۾ سياسي مزاحمت: انور پرديسي، (11) سچل سرمست جي وصال تي عقيدتمندن جو چيل ڪلام: سيما قاضي، (12) سچل سائين صوفي باصفا: رخسانہ حيدر چنا، (13) سچل سرمست جي سرائيڪي ڪلام ۾ حب رسول صلي الله عليہ وسلم: الهورايو سومرو، (14) درازن جو دادلو، دولهہ درازي: علي حسن سرڪي،

(15)Is Sachal Jo Rag a difference School of Though of Music: Yasir Qazi.

ڊيمي سائيز جي 124 صفحن تي مشتمل هي شمارو سچل يادگار ڪاميٽي خيرپور، 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو، جنهن جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سچل آرٽس ڪاليج ڊرئميٽڪ سوسائٽي:** هن سنڌي ڊرئميٽڪ سوسائٽيءَ، 1964ع کان تمام سٺا ڊراما پيش ڪيا، جن جا ليکڪ ۽ هدايتڪار عبدالحق ابڙو ۽ قاسم فاني هئا. ان ڪانسواءِ هن سوسائٽيءَ پاران محمد يوسف پنهور جو هڪ مزاحيه ننڍو ناٽڪ 'اڃا ڪي آهن' پيش ڪيو ويو. هن سوسائٽيءَ جا پنهنجا ڪي مشهور ناٽڪ پڻ هئا، جن ۾ هاڻ پيري، ڪٽل ڪاتو، دولتمند ٺڳ ۽ بس حل ٿي ويو شامل هئا. انهن ڊرامن ۾ قاسم فاني، جنيد پٺاڻ، الياس مغل ۽ عبدالحق ابڙي، اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا.

**سچل سرمست يادگار ڪاميٽي:** سنڌ جي صوفي شاعر سچل سرمست جي وصال کانپوءِ، گذريل هڪ سؤ تياسي سالن کان وٺي سندس درگاهه تي ميلا مچندا رهيا آهن، گادي نشينن جون تاج پوشيءَ جون رسمون، ڌمالون ۽ سماع ٿيندا رهيا آهن. پر 1960ع تائين درازن جي درگاهه تي ڪا به ادبي مجلس ڪانه ٿي. 1959ع ۾ ناميارو اديب جمال ابڙو جڏهن خيرپور ۾ سب جج هو ته هن خيرپور جي اديبن کي احساس ڏياريو ته سنڌ جي هن صوفي شاعر بابت ادبي محفلون ۽ ڪانفرنسون ٿيڻ گهرجن. ائين 'سچل اڪيڊميءَ' جو تصور عمل ۾ آيو. 19 آڪٽوبر 1959ع تي خيرپور جي اديبن ۽ ساڃاهه وندن جي هڪ گڏجاڻي 'لاڙڪ منزل' خيرپور ۾ ٿي، جنهن ۾ جمال ابڙو، پروفيسر عطا محمد حامي، استاد عبدالرحمان انڙ، ياسين قريشي، سيد علي طاهر شاهه، پيڪر نقوي ۽ هادي بخش لاڙڪ موجود هئا. ائين استاد حاجي امام بخش قلپوٽي جي صدارت ۾ 'سچل سرمست اڪيڊميءَ' جو بنياد پيو. سچل اڪيڊميءَ جي ٻي گڏجاڻي، جمال ابڙي جي سرڪاري رهائش گاهه 'مخدوم منزل' تي سندس صدارت هيٺ ٿي، جنهن ۾ سيد غوث علي شاهه، ايم. ڊي لال، قاضي علي اڪبر درازي، نسيم ڪرل، لعل بخش منگي، مولا بخش لاڙڪ ۽ ٻيا شريڪ ٿيا ۽ سچل سرمست جي عرس 12- 13 مارچ 1960ع تي درازا ۾ ملهائڻ ۽ ان موقعي تي ادبي مجلس ۽ راڳ جي محفل منعقد ڪرڻ جو فيصلو ٿيو. اهڙيءَ ريت سچل سرمست جي باقاعدي پهرين ورسيءَ تي ڪامياب ادبي مجلس ۽ راڳ جي محفل ٿي، جنهن ۾ سنڌ هند مان عقيدتمندن وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي. ان ڪامياب محفل کانپوءِ سچل سرمست جي ڪلام ۽ پيغام کي عام ڪرڻ لاءِ سوچ ويچار ٿي ۽ سچل سائينءَ جي طالب مسٽر ايم. ڊي لال (ڊپٽي رجسٽرار ڪوآپريٽو اڪيڊمي) جي مشوري تي 'سچل اڪيڊميءَ' کي 'سچل ڪوآپريٽو اڪيڊمي لميٽڊ' ۾ بدلايو ويو. اڪيڊمي 19 مئي 1960ع تي رجسٽرڊ ٿي، جنهن جي پيٽي قانونن (Bylaws) تي هيٺين بنيادي ميمبرن صحيحون ڪيون: (1) هادي بخش لاڙڪ، (2) محبوب علي ڪيمٽيو، (3) سيد علي طاهر شاهه، (4) سيد قائم علي شاهه، (5) عطا محمد سومرو، (6) لال محمد منگي، (7) رحيم بخش ميمڻ، (8) عبدالرحمان انڙ، (9) سيد غوث علي شاهه، (10) عطا محمد بلوچ، (11) جمال ابڙو.

24 مئي 1960ع تي پيٽي قانونن جي بحاليءَ کانپوءِ ٽن سالن لاءِ عهديدار چونڊيا ويا. سچل سرمست جي ٻي ورسي هن اڪيڊميءَ طرفان 1 ۽ 2 مارچ 1961ع تي ملهائي وئي، جنهن جي ڪاميابيءَ ۾ ايم. ڊي. لال، عبدالغفور انصاري، مقبول پٺاڻ ۽ اڪيڊميءَ جي عهديدارن جو هٿ هو. ادبي مجلس جو مهمان خصوصي مشهور اديب ۽ تعليمدان محبوب علي چنا هو ۽ راڳ جي صدارت ڪمشنر ابو نصر ڪئي، جنهن ايندڙ سال کان اڪيڊميءَ جي سرڪاري گرانٽ جو اعلان ڪيو.

هن ڪامياب ادبي ڪانفرنس سان گڏ زراعت، ڪاٽن انڊسٽريز ۽ ڳوٺ سڌار کاتي طرفان نمائش جو بندوبست ڪيو ويو اينيمل هسبنڊري طرفان چوپائي مال جي نمائش ٿي.

اهڙيءَ طرح 1962ع ۽ 1964ع ۾ اڪيڊميءَ جي ڪارڪردگي ۽ مقبوليت کي ڏسي خيرپور ڊسٽرڪٽ ڪائونسل ڪجهه سالن تائين مالي سهائتا ڪندي رهي. 1964ع ۾ سنڌ جو مايه ناز شاعر ۽ اديب ڊاڪٽر تنوير عباسي خيرپور ۾ ڪلنڪ اچي کولي ۽ مستقل رهائش اختيار ڪئي. سندس شموليت سان اڪيڊميءَ کي چار چنڊ لڳي ويا. هن ئي سال ٿيل ادبي ڪارنفرنس جي صدارت سنڌ جي عظيم قومي شاعر شيخ اياز ڪئي.

17 جنوري 1965ع تي خيرپور جي ڪمشنر سيد دربار علي شاهه درازا درگاهه لڳ ريسٽ هائوس ۽ آڊيٽوريم جي پيڙهه جو پٿر رکيو. ائين هر سال ادبي ڪانفرنسون ٿينديون رهيون، جن ۾ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ ۽ اي. ڪي. بروهي جهڙيون شخصيتون به شامل ٿيون.

1970ع ۾ سچل ڪوآپريٽو اڪيڊميءَ کي 'سچل ميموريل ڪاميٽيءَ' ۾ تبديل ڪيو ويو. 1975ع کان سنڌ گورنمينٽ جي نوٽيفڪيشن مطابق 'سچل سرمست ميلا ڪاميٽي' ٺاهي وئي، جنهن جو چيئرمئن ڊپٽي ڪمشنر خيرپور رهندو اچي. ڪاميٽيءَ تي ٻين کاتن جا سرڪاري آفيسر به ميمبر طور رهندا اچن.

اهڙيءَ طرح سچل سرمست جي ڪلام، رسالي ۽ پيغام بابت ڪتابن جي اشاعت جو به ڪم هلندو رهيو. قاضي علي اڪبر درازيءَ جا سچل شناسيءَ بابت ڪيترا ڪتاب شايع ٿيا. اهڙيءَ ريت سچل سرمست جي فن ۽ فڪر بابت انگريزي، اردو ۽ سنڌيءَ ۾ ڪتابن جي اشاعت شروع ٿي.

1981ع کان باقاعدي حضرت سچل سرمست جي ورسيءَ کي نوان موڙ ڏنا ويا، جن مان سڀ کان اهم 'سرمست' ڪتابي سلسلي جو اجراءُ آهي، جنهن جون 33 ڪڙيون شايع ٿي چڪيون آهن.

سچل جي ميلي کي منظم نموني سان ملهائڻ، شاندار ادبي ڪانفرنسن جو انعقاد ڪرائڻ ۽ سرمست ڪتابي سلسلي جي اشاعت ۾ ان وقت جي ڊپٽي ڪمشنر غلام محمد ميمڻ ۽ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جو وڏو ڪردار رهيو آهي.

**سچ وڏو ڏوهاري آ** (ڪتاب): شهيد مخدوم بلاول ۽ بلاولي تحريڪ بابت هي ڪتاب سنڌ جي قومي اڳواڻ ۽ عالم عبدالواحد آريسر جو لکيل آهي. ڪتاب ۾ مخدوم بلاول جي خليفن ۽ ساٿين، مخدوم صاحب جي اصولن، سندس تحريڪ، ٺٽي تي قبضي کان پوءِ آزادي لاءِ سنڌين جي ڪوشش، سنڌ جي آزادي لاءِ ٻي، ٽين ۽ چوٿين جدوجهد سان گڏ بلاولي تحريڪ جي تسلسل ۽ ان جي شهيدن جو تفصيلي احوال ڏنو ويو آهي. ڪتاب جو مهاڳ عبدالواحد آريسر پاڻ لکيو آهي. ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي شيخ اياز جي جڳ مشهور نظم "سچ وڏو ڏوهاري آهي" جون سٽون ڏنل آهن. ڪتاب جي ٽائيٽل تي مخدوم بلاول جي گهاڻي ۾ پيڙجندڙ تصوراتي تصوير ڏنل آهي، جيڪا نامور چترڪار هارون چنا ناهي آهي. ڪتاب جو ڇاپو پهريون روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران 2007ع ۾ پڌرو ڪيو ويو هو. پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 150 صفحا آهن ۽ قيمت 120 روپيا آهي.




**سچ ۽ سونهن، وريام ورونهن** (ڪتاب): هي ڪتاب مشهور سگهڙ وريام فقير شيخ جي شاعري ۽ سندس حياتيءَ جي احوال تي مشتمل آهي، جنهن کي ناميارو محقق ڊاڪٽر غلام نبي سڌائي مرتب ڪيو آهي. ڪتاب جو انتساب وريام فقير پنهنجي والد بزرگ، مرحوم الهيار فقير شيخ جي نالي ڪيو ويو آهي. ان کانسواءِ ڪتاب ۾ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جا 'ٻه اکر'، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو 'سنيهو'، سيد صالح محمد شاهه جا 'پيش لفظ'، ڊاڪٽر عبدالخالق راز سومري جا 'ٻه اکر' ۽ ڪتاب جي مرتب ڊاڪٽر غلام نبي سڌايي جو 'مهاڳ' شامل آهن. ان کانپوءِ ڪتاب ۾ سگهڙ وريام فقير جي شاعري ڏنل آهي، جيڪا شاعري سگهڙائپ واري فن تي مشتمل آهي، منجهس ڏاهپ ۽ روحاني رمزن وارا نڪتا سمايل آهن. 467 صفحن تي مشتمل، رنگين ۽ پڪي جلد واري ٽائيٽل سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب کي 'مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور' جي تعاون سان سنڌ سگهڙ سالڪ ويلفيئر ايسوسيئيشن ميرپور ٻرڙي پاران ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو، جنهن جي قيمت 150 روپيا آهي.




**سچيتا ڪرپلاڻي**: مشهور سياستدان سچيتا ڪرپلاڻيءَ، 25 جون 1908ع تي ڀارتي رياست هريانا جي علائقي امبالا ۾ هڪ بنگالي ڊاڪٽر ايس. اين. جمدار جي گهر ۾ جنم ورتو. سچيتا هوش سنڀاليندي ئي سماجي ڪمن ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو ۽ دهليءَ جي بهترين تعليمي ادارن مان تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ هن باقاعدي سياست ۾ حصو ورتو. انگريزن خلاف 'ڀارت خالي ڪريو تحريڪ' (Quit India Movement) ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيائين. اهڙيءَ طرح سچيتا جي سرگرمين کي ڏسي مهاتما گانڌيءَ کيس آل انڊيا ڪانگريس جي رڪنيت ڏني ۽ جلد ئي هوءَ ڪانگريس جي مک اڳواڻن ۾ شمار ٿيڻ لڳي. انهيءَ زماني ۾ ئي هن مشهور سنڌي سوشلسٽ اڳواڻ آچاريه ڪرپلاڻيءَ سان شادي ڪئي.



هندستان جي آزاديءَ واري تحريڪ ۾ نه صرف سندس والد پر مڙس به سندس ڀرپور ساٿ ڏنو. سچيتا جو مڙس آچاريه جيوترام ڀڳوانداس ڪرپلاڻي حيدرآباد سنڌ جو ڄاول هو. گانڌيءَ جي آفريڪا کان ڀارت اچڻ وقت هن گجرات ۾ گانڌيءَ جي آشرم جو ڪم شروع ڪيو. آچاريه پاڻ به آزادي پسند انقلابي اڳواڻ هو. (ڏسو: آچاريه ڪرپلاڻي، جلد پهريون) تنهنڪري هن پنهنجي گهرواريءَ جي ڀرپور همت افزائي ڪئي. مهاتما گانڌيءَ 1946ع ۾ سچيتا ڪرپلاڻيءَ جي حوصلي ۽ همت کي ڏسي کيس گانڌي نيشنل ميموريل ٽرسٽ جو آرگنائيزنگ سيڪريٽري مقرر ڪيو. هن ان پليٽ فارم تان پوري هندستان جا دورا ڪيا ۽ آزاديءَ جو پيغام پهچايو. جڏهن گانڌيءَ کي انگريز سرڪار گرفتار ڪيو ته سچيتا، اوشتا، مهتا ۽ ارونا ئي هيون، جن آزاديءَ جي جدوجهد کي ماٺو ٿيڻ نه ڏنو. 1946ع ۾ هن کي انڊين نيشنل ڪانگريس جي جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. سندس سرگرمين کي ڏسي انگريز سرڪار کيس ڪيترائي ڀيرا گرفتار ڪيو. جڏهن هوءَ جيل کان ٻاهر آئي ته ايڪا وڌيڪ متحرڪ ٿي. ان بعد کيس ڪانگريس جي صدر مقرر ڪيو ويو. 15-آگسٽ 1947ع تي ڀارت جي آزاديءَ واري ڏينهن ڀارتي اسيمبليءَ ۾ وندي ماترم ڳائيندي پاڻ روئي پيئي هئي. اهي لڙڪ سالن جي جدوجهد بعد ڪاميابيءَ ۽ افسوس جا هئا. هڪ پاسي هندستان آزاد ٿيو هو ته ٻئي پاسي ورهاڱي سبب سنڌ جدا ٿي هئي. سچيتا ڀارتي آئيني ڪاميٽيءَ جي ميمبر پڻ هئي. ڀارت جي آئين ناهڻ ۾ سندس ڪردار سيني کان مٿيرو آهي. آزاديءَ کانپوءِ 1952ع ۾ سچيتا ڪرپلاڻي اترپرديش رياست ۾ سياست جاري رکي ۽ لوڪ سڀا جي نشست تي چونڊ وڙهي ۽ ڪامياب ٿي اسيمبليءَ ۾ پهتي. کيس سمال انڊسٽريءَ جو وزير مقرر ڪيو ويو ان دوران نهروءَ سان اختلاف ٿيڻ ڪري هوءَ ڪانگريس کان پاسيري به ٿي وئي. هن 1951ع ۾ ڪانگريس جي ميمبرشپ تان استعيفا لکي ڏني. ان بعد هن هڪ نئين پارٽي ناهي، جنهن جو نالو سوشلسٽ پارٽي آف انڊيا رکيو ويو. 1963ع جي چونڊن کانپوءِ سچيتا ڪرپلاڻي اترپرديش جي وزيراعليٰ چونڊجي وئي. اهڙيءَ طرح هن ڀارت جي پهرين سنڌي وزيراعليٰ جو

اعزاز پڻ حاصل ڪيو. 1967ع ڪانپوءِ هن ٻيهر مرڪزي سياست ۾ اچڻ جو فيصلو ڪيو. 1970ع ۾ هيءَ مخالف ڌر جي اڳواڻ چونڊجي وئي ۽ هن سڀ کان پهرين گرفتار ٿيندڙ مخالف ڌر جي اڳواڻ جو به اعزاز حاصل ڪيو. مخالف ڌر ۾ هجي يا حڪومت ۾ هن پنهنجو ڪردار هميشه بهترين طريقي سان ادا ڪيو. هوءَ اسيمبليءَ ۾ ڳالهائڻ دوران سيني جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪائي وٺندي هئي، هوءَ ڪنهن قسم جي سوديبازي نه ڪندي هئي. اهوئي سبب هو جو هن جا ڪيترا ڀيرا پنهنجي پارٽي اڳواڻن سان به اختلاف ٿيندا رهندا هئا. عمر جي آخري حصي ۾ به هوءَ خاموش نه ويٺي، جڏهن دهليءَ ۾ شاگردن جي مسئلن جي حل لاءِ تحريڪ شروع ٿي ته ان ۾ به شامل ٿي. هوءَ سڄي زندگي سماج سيوڪ رهي. جڏهن اتر پرديش جي وزيراعليٰ هئي، تڏهن به پنهنجي گهر جو ڪم ڪار پاڻ ڪندي هئي. سچيتا پهرين ڊسمبر 1974ع تي دل جي دوري سبب وفات ڪئي.

**سچي ڏنو جاگيراڻي** (ديهه): تعلقي ۽ ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

بهاول ڪلهوڙو، جهانگرا، دڙي، الله ڏنو شيخ، غلام علي بروهي، حاجي خير محمد بروهي، همير واهه، ڦوٽو بروهي، نور محمد بروهي، عبدالرحمٰن بروهي، هزارو بروهي ۽ حاجي بروهي.

**سحر امداد حُسيني، ڊاڪٽر**: سنڌي ٻوليءَ جي نامور شاعر، تعليم دان، نقاد ۽ اسڪالر ڊاڪٽر سحر امداد حسينيءَ، حيدرآباد، سنڌ جي هڪ علمي گهراڻي ۾ 20 جولاءِ 1951ع تي جنم ورتو. سندس والده مهرالنساء بلوچ، ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد ۾ اسڪول ٽيچر هئي. سندس والد صلاح الدين بلوچ هڪ گهڻ پڙهيو، باذوق ۽ ادب دوست انسان هو. هُو پهرين انڊين آرميءَ ۾ ملازم هو. قيام پاڪستان کان پوءِ هن جيل ڊپارٽمينٽ ۾ ملازمت ڪئي، جتي ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ جي عهدي تان رٽائرمينٽ ورتائين. پاڻ انگلش ۽ سوشيالاجيءَ ۾ ڊبل ايم. اي هو ۽ ايل. ايل. بي پڻ ڪيل هئس. راولپنڊي سازش ڪيس ۾ 1951ع ۾ جڏهن فيض احمد فيض ۽ سجاد ظهير حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ اسير هئا، تڏهن هو اتي آفيسر هو. جنهن جو ذڪر ظفرالله پوشنيءَ پنهنجي اسيريءَ جي داستان ’زندگي زندان دلي ڪا نام هي‘ ۾ ڪيو آهي. ڊاڪٽر سحر جي پيءُ رٽائرمنٽ ڪانپوءِ ميرپورخاص ۾ نامور قانوندان يوسف لغاريءَ سان گڏجي وڪالت پڻ ڪئي.



ڊاڪٽر سحر جا ڏاڏاڻا اصل ميرپورساڪري جا هئا. سندس پڙ ڏاڏو مراد علي بلوچ اٺويهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ ڪراچيءَ لڏي آيو هو، جيڪو پوءِ واپار سانگي عدن هليو ويو. سندس ڏاڏي عبدالرحيم بلوچ بمبئيءَ مان بي. اي، ايل. ايل. بي ڪئي هئي ۽ ڪراچيءَ جي هڪ انگريز بئريسٽر ڊيوڊ راءِ سان گڏجي وڪالت به ڪئي. هو ’الوحيد‘ اخبار ۾ لکندو هو ۽ اخبار لاءِ انگريزيءَ مان مضمون به ترجما ڪندو هو. ان کان اڳ ۾ 1925ع ۾ هو لارينس مدرسي ٽنڊي باگي جو هيڊماستر رهي چڪو هو. ڪراچيءَ جي جنهن گريجوئيٽ ’محمد صديق مسافر‘ کان هيڊماستريءَ جي چارج ورتي هئي، سو ڊاڪٽر سحر جو ڏاڏو هو (ڏسو: ’منازل مسافر‘). سندس نانو غلام محمد بلوچ هو، جيڪو ٽنڊي باگي ۾ اسڪول ٽيچر ۽ پوءِ هيڊماستر ٿيو ۽ ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر، حيدرآباد جي حيثيت سان رٽائر ٿيو.

سحر، پنهنجي ابتدائي تعليم شاهه عبداللطيف ڪنڊرگارڊن اسڪول حيدرآباد ۽ ماڊرن انگلش ٽيچنگ اسڪول سکر مان حاصل ڪئي. هاءِ اسڪول جي تعليم هن سينٽ ميريز اسڪول حيدرآباد، ماڊرن انگلش ٽيچنگ اسڪول، سکر، گورنمنٽ گرلز هاءِ اسڪول دادو ۽ پي پي سي گرلز اسڪول سکر مان حاصل ڪئي. انٽر سائنس ۽ بي. اي پارٽ ون زبيده گرلز ڪاليج حيدرآباد مان ۽ پارٽ ٽو ابن رشد گرلز ڪاليج، ميرپورخاص مان 1969ع ۾ ڪيائين. پنهنجي وقت جي سُريلي راڳي استاد محمد ابراهيم جي شفقت ۽ ڪاليج جي سينئر شاگرديائين مهتاب چنا (هاڻ مهتاب اڪبر راشدي) ۽ زينت صديقيءَ جي ريڊيو سان وابستگيءَ منجهس اتساهه پيدا ڪيو ۽ هن ريڊيو تي شوقيه صداڪاري ڪئي. ان ڪانسواءِ هن صداڪاريءَ سان گڏ ريڊيو لاءِ مختلف اسڪرپٽ، ڊاڪيومينٽريز، ناٽڪ، گيت ۽ ڪهاڻيون لکيون. سندس گيت عابده پروين، رجب علي، استاد صادق علي، زرينا بلوچ ۽ استاد محمد يوسف ڳايا.

سحر امداد، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ 1969ع ۾ داخلا ورتي ۽ شام جا ڪلاس اٽينڊ ڪندي هئي ۽ صبح جو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۾ لائبريرين جي نوڪري ڪيائين. ان دوران هن ڊاڪٽر الانا جي چوڻ تي، هڪڙي سال جي وچوٽي ڪري، لائبريري سائنس ۾ پوسٽ گريجوئيٽ ڊپلوما ڪئي. هن ڪتابن جي ڪلاسيفڪيشن ۽ ڪيٽالاگنگ به سکي. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي ملازمت دوران ’سنڌ جي ديني ادب جو ڪيٽلاگ‘ امداد حسينيءَ سان گڏ ترتيب ڏنائين. اهو ڪيٽلاگ 1971ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ پاران ڇپجي پڌرو ٿيو. سندس پيءُ جي بدليءَ جي ڪري هن نوڪريءَ تان استعفا ڏني. 1972ع ڊسمبر ۾ ايم. اي فائنل جو امتحان ڏئي هوءَ ڪراچي هلي وئي، جتي دادا دولت مهتاڻي ڪيس ماهوار رسالي ’سوجهرو‘ جي ادارت جي ذميواري سونپي. هوءَ رسالي لاءِ انٽرويو ڪرڻ سان گڏ مواد جي ايڊيٽنگ ۽ پروف ريڊنگ ڪندي هئي ۽ انگريزيءَ مان ڪهاڻيون ترجمو ڪندي هئي. ’ماءُ جا ڌيءَ ڏانهن خط‘ جي عنوان سان ڪالم لکندي هئي. 1973ع ۾ هن ايم. اي سنڌي فرسٽ ڪلاس، سيڪنڊ پوزيشن سان پاس ڪئي هئي. 1972-73ع ۾ ڪراچيءَ ۾ نوڪريءَ دوران هن پي. ٽي. وي ءَ تي سنڌيءَ ۾ خبرون پڙهيون. ان سان گڏوگڏ هفتي ۾ هڪ ڀيرو ٿيندڙ اڌ ڪلاڪ جي سنڌي پروگرام جي

سحر امداد حسيني

پهرين ڪمپيئر به ٿي. مارچ 1973ع ۾ امداد حسينيءَ سان سندس شادي ٿي. ان ڪري هن ترت ئي ڪراچيءَ کي خيرباد چيو ۽ ڪجهه وقت ڪانپوءِ 1976ع ۾ شيخ اياز کيس 'ڪريئيٽو لٽريچر' ۾ ليڪچرار مقرر ڪيو. ڪجهه سالن ڪان پوءِ اها پوسٽ سنڌي شعبي ۾ ضم ڪئي وئي. ڊاڪٽر سحر 1983ع ۾ سنڌي شعبي ۾ اسسٽنٽ پروفيسر مقرر ٿي، 1989ع ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر ۽ 1997ع ۾ پروفيسر ٿي. 2004ع ۾ 'جديد سنڌي شاعري: هڪ نئون ڪلاسڪ' (1975- 1955ع) جي موضوع تي تحقيقي مقالو لکي، پي. ايچ. ڊي ڪيائين. سندس نگرانيءَ هيٺ ڪيترن شاگردن پنهنجا ايم. اي جا مونوگراف لکيا، ايم فل ۽ پي. ايچ. ڊيءَ جا مقالا لکيا آهن.

ڊاڪٽر سحر، 12 سالن جي ننڍيءَ عمر ۾ ادبي دنيا ۾ پير رکيو. ادبي زندگيءَ جو آغاز هن شاعريءَ سان ڪيو. سندس پڦي صغريٰ تخلص 'ستارا' صاحبِ ديوان شاعر هئي. ائين ادب جي سُتي سحر کي پُڦيءَ ۽ ڏاڏي کان ملي. زندگيءَ جي هر ميدان ۾ سحر جي والد سندس همت افزائي ڪئي ۽ ساٿ ڏنو. خيرپور ۽ سکر ۾ سندس ملازمت دوران شيخ اياز ۽ تنوير عباسيءَ سان ملاقاتون ۽ گهرو اچ وڃ ۾ اضافو ٿيو. شيخ اياز ۽ تنوير عباسيءَ سندس شاعري ٻڌي کيس ساراهيو. 1969ع ۾ هن جي شاعري باقاعدي ڇپي، جڏهن ته سندس پهرين ڪهاڻي ۽ قسطوار مضمون 1967ع ۾ 'عبرت' اخبار ۾ ڇپيا هئا. زبيده گرلز ڪاليج جي 'ڪاليج مئگزين' ۾ سندس ليک ڇپيو. 1968ع ۾ 'روح رهاڻ' ۾ ڇپيل سندس طويل انشائيي کيس منفرد سڃاڻپ بخشي.

سحر امداد شروع کان پنهنجي شاعراڻي انفراديت کي قائم رکيو. سندس ڊڪشن، ترنم ۽ اسلوب پنهنجو آهي. هن گيت، غزل، وايون، دوها، نظم ۽ آزاد نظم لکيا آهن. سندس شاعريءَ ۾ پنهنجي دور جو درد ۽ پيڙا سمايل آهي. هوءَ همعصرن ۾ هڪ منفرد مقام رکي ٿي. سندس لهجو روايتي ۽ تقليدي نه آهي. وٽس ذات سان گڏ ڏانءُ به آهي. سحر جي شاعري سنڌيت جي جذبي سان ٽمٽار آهي. سندس شاعريءَ جو پهريون مجموعو 'چوڏهينءَ چنڊ آڪاس' اردو زبان جي مشهور شاعره فهميده رياض پنهنجي پبلشنگ اداري 'وعده ڪتاب گهر' ڪراچيءَ پاران، 2003ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو جنهن جو مهاڳ پڻ فهميده رياض لکيو آهي. فهميده رياض کيس فطري شاعر سڏيندي لکيو آهي ته: "هن جي علم ۽ وسيع مطالعي سندس وجدان کي اجا به نکاري ڇڏيو آهي."

سحر جي شاعري، ابتدا کان وٺي سنڌي زبان جي نامور رسالن: ٽماهي 'مهراڻ'، 'روح رهاڻ'، 'نئين زندگي'، 'سهڻي' ۽ 'آرسي' وغيره ۾ ڇپجندي رهي آهي. يونيورسٽيءَ جي پروفيسر هئڻ جي حيثيت ۾ هن ڪيترائي اهم تحقيقي مقالا لکيا، جيڪي اعليٰ ادبي جرنلن ۾ ڇپيا ۽ علمي ۽ ادبي ڪانفرنسن ۾ پيش ڪيا ويا. ڊاڪٽر سحر امداد حسينيءَ علم، ادب ۽ شاعريءَ بابت پنجاهه کان وڌيڪ بين الاقوامي ۽ قومي ڪانفرنسن، سيمينارن ۽ ورڪشاپن ۾ شرڪت ڪئي ۽ سنڌي ادب، جديد شاعري ۾ خاص ڪري شاهه لطيف، سچل، سامي، سانگي، قليچ ۽ ٻين جديد شاعرن تي تحقيقي مقالا پيش ڪيا آهن. جن مان سندس گهري مطالعي، تنقيدي شعور ۽ تخليقي معيار جي ڄاڻ پوي ٿي. سندس پنجاهه کان وڌيڪ تحقيقي مقالا ڇپيل آهن. هن اردو ۽ انگريزيءَ ۾ به شاعري ۽ نثري تخليقون تحرير ڪيون آهن. اردوءَ ۾ لکيل سندس تحقيقي مقالا ۽ شاعري اردوءَ جي ادبي حلقن ۾ گهڻو مان لهڻن ٿا. سندس ڪُل 8 ڪتاب ڇپيل آهن. جن ۾ ٽي ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ جا نصابي ڪتاب آهن. هڪ ڪهاڻين، مضمونن ۽ انٽرويو تي مشتمل ڪتاب 'مئل ماڻهو جيئري پيڙا' سحر ۽ امداد گڏجي مرتب ڪيو هو، جيڪو تڪڙ پبليڪيشن پاران شايع ٿيو.

يونيورسٽيءَ جي ملازمت دوران هن عبرت گروپ آف پبليڪيشن جي رسالي 'عبرت مئگزين' کي پڻ ڪجهه عرصو سنڀاليو. ان ڪانسواءِ ساڳي اداري جي هڪ نئين رسالي 'بختاور' جا پهريان به پرچا پڻ ڪڍيائين. سنڌي اخبارن: برسات، ڪاوش ۽ عبرت ۾ ڪالم پڻ لکيائين. 2000ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ انتظاميه ڊاڪٽر سحرامداد کي ماڊل اسڪول، ڄامشوري جي پرنسپال مقرر ڪيو. جيڪا ذميواري هن نون سالن تائين نڀائي ۽ ماڊل اسڪول کي مڊل اسڪول کان ڪاليج تائين رسايو.

ڊاڪٽر سحر امداد جي 25 تخليقي، تحقيقي ۽ تنقيدي مقالن ۽ مضمونن جو ڪتاب 'شعور شاعر شاعري' جي عنوان سان سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشوري، جولاءِ 2008ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ان ڪتاب کي 2009ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران 'بهترين تحقيقي ڪتاب 2008ع' جو اوارڊ ڏنو ويو. ويجهڙائيءَ ۾ سنڌ جي ثقافت کاتي، ڊاڪٽر سحر امداد حسينيءَ جو ڪتاب 'ڪي نه وسرن مُور' (جيڪو فيض احمد فيض جي روس جي ساروڻين تي مشتمل ڪتاب جو ترجمو آهي)، فبروري 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

ڊاڪٽر سحر امداد حسينيءَ کي ڪيترن علمي ۽ ادبي ادارن پاران انيڪ اوارڊن ۽ شيلڊن سان نوازيو ويو آهي. 2009ع ۾ سندس گهڻ پاسائين ادبي خدمتن عيوض کيس صدارتي سول اوارڊ 'تمغهء امتياز' سان نوازيو ويو. ڊاڪٽر سحر امداد حُسيني سنڌ جي مختلف علمي ۽ ادبي ادارن: سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشوري، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، بلاول انسٽيٽيوٽ آف هسٽاريڪل ريسرچ، نوابشاهه جي بورڊ آف گورنرس جي ميمبر ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي مختلف باڊيز جي ميمبر ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جي بورڊ آف اسٽڊيز جي ميمبر ۽ ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ جي اوارڊ ڪميٽيءَ جي ميمبر پڻ رهي چڪي آهي.

سحر ۽ امداد حسينيءَ کي ٽن ٻارن: سنڌيا سيّد، ساونت شاهه ۽ وجدان شاهه جو اولاد آهي، جن مان سنڌيا سيّد ڊاڪٽر، ساونت شاهه سافٽ ويئر انجنيئر ۽ وجدان شاهه ايم. بي. اي جي ڊگري رکندڙ ۽ اسٽيج آرٽسٽ آهي. سحر امداد حسيني هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**سحري:** رمضان جي فرض يا ڪنهن نفلي روزي رکڻ جي ارادي سان سحر ٿيڻ مهل يا صبح صادق کان اڳ ۾ جيڪي ڪجهه کاڌو يا پيتو وڃي، تنهن کي 'سحري' چئبو آهي. سحري کائڻ سنت به آهي ۽ ان ۾ برڪت به آهي. حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن سحريءَ بابت ارشاد فرمايو ته سحري کائيندا ڪريو. جو اُن ۾ برڪت ۽ ثواب آهي. توڙي جو ٻُڪ نه هجي تڏهن به ٿوري مِٺي شيءِ، کير يا گهٽ ۾ گهٽ پاڻي (جو ڍُڪ) پيئڻ گهرجي. پاڻ ڪريم ﷺ جن وڌيڪ فرمايو ته سحريءَ جو کاڌو پيتو سارو ئي برڪت آهي. برڪت مان مراد هي آهي ته سحري کائڻ کان پوءِ روزيدار کي ڏينهن جو ڪم ڪار ۽ عبادت ۾ ڪمزوري محسوس نه ٿيندي بلڪ آساني ٿيندي.

**سخاوت:** پنهنجي ذاتي شيءِ يا حق کي ٻئي جي حوالي ڪرڻ کي سخاوت چئبو آهي. سخاوت يا ڏاتاريءَ جون ڪيئي صورتون آهن. مثال طور: پنهنجو حق ڪنهن کي معاف ڪري ڇڏڻ، پنهنجي ضرورت کي روڪي، ٻئي جي ضرورت پوري ڪرڻ، ڪنهن ٻئي جي فائدي لاءِ پنهنجي جسماني طاقت استعمال ڪرڻ، پنهنجي عقل، ذهن ۽ دماغ جي قوت ٻين جي ڀلائيءَ لاءِ خرچ ڪرڻ، ڪنهن جي جان بچائڻ لاءِ پنهنجي جان خطري ۾ وجهڻ، حق ۽ سچ جي مدد ۾ جان ڏيڻ وغيره. سخاوت، فياضي ۽ ڏاتاريءَ جي تعليم پنهنجي اندر ۾ وڏي معنيٰ ۽ مفهوم رکي ٿي.

سخاوت جي باري ۾ قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ متقي ۽ پرهيزگار ماڻهن جي نشاندهي ڪندي سورة البقر ۾ ارشاد فرمايو آهي ته: "۽ اسان انهن کي جيڪا روزي ڏني آهي، ان مان ڪجهه (الله جي واٽ ۾) خرچ ڪن ٿا." اهڙيءَ طرح سورة البقر جي 34 آيت ۾ فرمايو ويو ته: "اي انسانو! جن ايمان آندو آهي، ان مان ڪجهه خرچ ڪريو. (الله جي واٽ ۾) جيڪي اسان توهان کي ڏنو آهي، اُن کان اڳ ۾ جو اهو ڏينهن اچي پهچي، جنهن ۾ نه خريدڻ آهي، نه دوستي ۽ نه سفارش."

قرآن مجيد ۾ آهي ته: "جيڪي (ماڻهو) پنهنجي دولت الله تعاليٰ جي واٽ ۾ خرچ ڪن ٿا ۽ ان خرچ ڪرڻ پنيان نه اهي احسان جتائن ٿا، نه ئي گلا ۽ شڪايت ڪن ٿا، انهن جو عيوضو انهن جي پالڻهار وٽ محفوظ آهي ۽ نه انهن کي ڪو ڊپ هوندو نه اهي غمگين ٿيندا." (بقر: 36).

سخاوت بابت ڪيترين ئي حديثون موجود آهن. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن ارشاد فرمايو آهي ته: "اي آدم جا اولاد! جيڪو مال توهان جي ضرورت کان بچيل رهي، تنهن کي خرچي ڇڏڻ ئي افضل آهي ۽ ان کي گڏ ڪري رکڻ چڱو ناهي. پر پنهنجي ضرورتن جي پورائي لاءِ روڪي رکڻ ڪا جمع (بندي) ناهي ۽ سخاوت جي شروعات پنهنجي گهروارن کان ڪرڻ گهرجي." (مسلم). حضرت ابو هريره کان به روايت آهي ته، پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته: "ڏاتاري جنت جو هڪ وڻ آهي، تنهنڪري جيڪو شخص سخاوت ڪندو ته اصل ۾ اهو ان وڻ جي ٽاريءَ کي پڪڙيندو ۽ اها ٽاري کيس جنت ۾ وٺي ويندي. اهڙي طرح ڪنجوسي به هڪ دوزخ جو وڻ آهي ۽ جنهن ڪنجوسي ڪئي، جڻ ان وڻ جي ٽاري هٿ ۾ جهليائين، جا کيس دوزخ ۾ وٺي ويندي." (امام بيهقي) انهن آيتن ۽ حديثن مان سخاوت جي اهميت ۽ ضرورت جو گهڻي حد تائين پتو پئجي سگهي ٿو.

سنڌ ۾ وڏا ڏاتار ۽ سخي ٿي گذريا آهن. جن ۾ جادم جکرو، سخي سپڙ جام، سخي دادواه وغيره اچي وڃن ٿا.

**سخت چهري وارو ماڻهو** (ڪتاب): هند سنڌ جي ٽرينڊ سينٽر ڪهاڻيڪار وشنو ڀاٽيا جي ڪهاڻين جو هي ٻيو ڇاپو سنڌ ۾ سنڌو اشاعت گهر، لاڙڪاڻي طرفان ڇپيو آهي. ڪتاب ۾ طارق اشرف مهاڳ 'ڪجهه ايشور چندر بابت' ۾ لکيو آهي ته: "ايشور چندر جو شمار موجوده وقت جي سنڌيءَ جي وڏن ڪهاڻيڪارن ۾ ٿئي ٿو. ايشور چندر جا سنڌيءَ ۾ 11 ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. جن مان ٽي ڪتاب 'ٿڌا چپ'، 'اندر جو جامڙو' ۽ نه مرڻ جو ڏک سنڌ ۾ به ڇپيا آهن... هيٺئين وچولي ڪلاس جي ترجماني، جنهن چيندڙ لهجي ۽ انداز سان ايشور چندر ڪئي آهي، شايد ئي سنڌيءَ جي ٻئي ڪهاڻيڪار ڪئي آهي. ايشور چندر جون ڪهاڻيون پڙهندي، هيٺئين وچولي طبقي سان واسطو رکندڙ کي ائين محسوس ٿيندو ته اها سندن ئي گهر جي ڪهاڻي آهي يا سندن آس پاس اهڙا واقعا ٿيندا آهن." هن ڪتاب ۾ ايشور چندر جون ست ڪهاڻيون: (1) 'شڪست ڪاڏل ترشنڪو'، (2) 'اُن هوندي به'، (3) 'جهوريءَ جهوري جنڊ'، (4) 'ڪلهن تي سمهيل مستقبل'، (5) 'سفر'، (6) 'سخت چهري وارو ماڻهو' ۽ (7) 'وقت جي ان وٿيءَ بعد' شامل آهن. ڊيمي سائيز جي 80 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو ملهه 30 روپيا آهي.

سخت چهري وارو ماڻهو

ڪهاڻيون



ايشور چندر

**سخي الهيار جو مقبرو** (ماڳ): هي مقبرو، ضلعي نوشهري فيروز، تعلقي ڪنڊياري جي شهر ڪوٽڙي ڪبير ۾ موجود آهي. ڪوٽڙي ڪبير هڪ تاريخي شهر آهي، جيڪو صديقي عالمن ۽ بزرگن جي مزارن



جي ڪري مشهور آهي. هتي سوا لک جي نالي مقام ۾ سخي الهيار جو مقبرو آهي. هي صوفي بزرگ سهروردي طريقي جو هو، پر قادري ۽ چشتي طريقي ۾ به ڪامل هو. مقبري ۾ اندر ساڄي طرف ميان ولي محمد ۽ کاٻي پاسي ميان خدا دوست جون قبرون آهن، جن تي ڪتبا نيري رنگ جي ڪاشيءَ سان لکيل آهن. روضو وسيع ۽ ٻه- منزلو آهي، جيڪو ڪلهوڙن جي ابتدائي دور جي اڏاوت جو خوبصورت نمونو آهي. ٻاهر صحن ۾ آمد رفت واري گهٽيءَ جي ٻنهي طرفن ٻن قطارن ۾ ڏهه ڏهه مزارون آهن، جن تي ڪو به ڪتبو لکيل نه آهي. روضي تي تعمير جو سن لکيل نه آهي، پر سخي الهيار جي وفات جو سن 17 شعبان 117هه آهي. اڳڻ جي چوديواريءَ جي دروازي وٽ 'ڪانياڻ فقير' جي قبر آهي. مقبري جي عمارت چوڪور آهي، سڄي عمارت سواءِ ٻيڙ ٻني ۽ ڇت جي پڪ سري اڏاوت سان آهي. ٻيڙٻني ۽ ڇت کي چن جي پلستر سان ڍڪيو ويو آهي. رواجي دروازي سان مهاڙيءَ جو دروازو اوچو ۽ شاهه نشين يا طاقچي ۾ آهي، جنهن جي پاسن کان ۽ مٿان سرن جي قابڪاري ٿيل آهي. ٻيڙٻنو ڪنگرن سان سجايل آهي، پران جي مهاڙي ڪنڊن وٽ نمايان ڪاشڪون آهن، جن خود گنبذ جي حيثيت کي متاثر ڪيو آهي. ڪاشڪن جا ٻيڙ ٻنا ڪنگرين سان آهن ۽ ڪُنڊن تي مٿان نيل بردار ڪلنگي آهي. مقبري جو گنبذ اٺڪنڊي گچ (Drum) تي ٺهيل آهي، جنهن جي هر پاسي ڪاشڪون ٺهيل آهن. گادي نشين طرفان هن مقبري جي سار سنڀال هئڻ سبب مقبرو سٺي حالت ۾ آهي.

**سخي اميد علي جماليءَ جو مقبرو** (ماڳ): هي مقبرو اميد عليءَ جي مقام ۾ ديهه اين- 87، تعلقي ۽ ضلعي نوابشاهه ۾ آهي.



نوابشاهه جو شهر هن جي اولهه ۾ 5 ڪلوميٽرن پنڌ تي آهي. غلام رسول جماليءَ جو ڳوٺ ڏيڍ ڪلوميٽر جي فاصلي تي هن جي ڏکڻ ۾ آهي. نوابشاهه- سانگھڙ روڊ هن جي ڏاکڻي ڪناري تي آهي. ٺاري جماليءَ جو ڳوٺ هتان کان ڏيڍ ڪلو ميٽر اتر ۾ ۽ حاجي ميرو جماليءَ جو ڳوٺ اڌ ڪلو ميٽر اوڀر ۾ آهي.

هي ماڳ "50 '1 26 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "35'26 68 ڊگريون اوڀر ڊگھائي ڦاڪ تي موجود آهي. مقبري جي ڊيگھه 4.40 ميٽر ويڪر 4.40 ميٽر ۽ اوچائي 8 ميٽر آهي. گل گارو، گچ گارو، سيمنٽ وغيره اڏاوت ۾ استعمال ٿيل آهي. مقبرو رٽ ۾ چورس آهي. مقبري کي لنگهه چئن ئي پاسي آهي. چئن پاسن تي مستطيل پانيل ٺهيل آهن، وچ واري پانيل ۾ وڏو لنگهه آهي. ٻيڙٻني تي چوڏاري ڪنگرا ٺهيل آهن، چار برجيون ايرندي پاسي مهاڙيءَ وٽ ۽ ٻه برجيون الهندي پاسي ٺهيل آهن گنبذ گچ تي گول گنبذ ٺهيل آهي، ان جي مٿان ابتي ڪنول گل جي اڏاوت، ان جي مٿان ڪلس ٺهيل آهي. گنبذ ميان نورمحمد جي قبي تي ٺهيل گنبذ وانگر آهي. مقبري جو ٻاهريون پاسو سيمنٽ سان پلستر ٿيل آهي. اندر مقبري واري حجري ۾ پٺين وٽ طاق ۽ پانيل ٺهيل آهن، وچ ۾ بزرگ جي قبر آهي. فرش تي ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن.

هي مقبرو سخي اميد علي جماليءَ پنهنجي جيئري جوڙايو هو. اندر اهڙي لکت فارسي زبان ۾ لکيل آهي. ٺهڻ جو سال 1226 هجري ڄاڻايل آهي. ڪنب ليما ۾ به هن هڪ مسجد ٺهرائي هئي. مقبري جي حالت سٺي آهي. مقامي ماڻهو ان جي مرمت ڪرائيندا اچن ٿا.

**سخي باقر شاهه وارو کوهه**: موري (ضلعي نوشهري فيروز) ۾ ڪلهوڙن ۽ ميرن جي دور کان آڳاٽو آب رسائيءَ جو ذريعو هي کوهه هوندو هو. هيءُ کوهه اٽڪل 350 سال پراڻو آهي، جيڪو سخي باقر شاهه اول جي نالي سان سيد خاندان پنهنجي زمين کي آباد ڪرڻ لاءِ شهر ٻاهران کوٽايو هو، جنهن جي اندر اوساريءَ ۾ 8x12 انچ ماپ جون سوا انچ ٿولهه واريون سرون لڳل آهن. کوهه کي وڏي مهارت سان ٺاهيو ويو آهي. هي کوهه موري جي اولهه طرف آباد خاندانن لاءِ پيئڻ جو پاڻي پڻ فراهم ڪندڙ هو. هن وقت هي کوهه شيعه امام بارگاهه جي حاطي اندر موجود آهي. اڄ کان 10 سال اڳ تائين کوهه جو پاڻي استعمال لائق هوندو هو، پر هاڻي واٽر سپلاءِ جي قائم ٿيڻ بعد هي کوهه ڪني پاڻيءَ سان ڀريل نظر اچي ٿو.

**سخي پاڻ سلطان جو مقبرو** (ماڳ): اسلامي دور جو هيءُ مقبرو سيوهڻ ضلعي ۾ آهي. هي مقبرو بودلي بهار جي مقبري کان ڪجهه



سون ميٽرن جي پنڌ تي آهي. جيتوڻيڪ هي مقبرو قديم آثارن جي زمري ۾ نٿو اچي، ڇاڪاڻ ته ان جي اڏاوت نئين آهي. هن بزرگ جو اصل

نالو سيد عبدالوهاب شاهه جيلاني هو. چون ٿا ته پاڻ قلندر شهباز جو هم عصر هو. ٻي رانڪ ساڳئي دور جي مشتاق شاهه جي چوڻ ۾ اچي ٿي، جيڪا روضي اندر آهي. روضي جي پر ۾ مسافرخانو ٺهيل آهي. روضو رٽ ۾ چوڪنڊو آهي، جنهن کي اوڀر ۾ سادو لنگهه آهي. مقبرو چوڌاري سيمنٽ جي ڄارين سان بند آهي. انهن جي مٿان ۽ هيٺان پلويڙا ڏنل آهن. ڪنڊن تي برجيون ٺهيل آهن. مقبري جي مٿان گول گنبذ ٺهيل آهي. ان جي مٿان ڪلس ابتي ڪنول جي گل جهڙي آهي.

**سخي جنگو خان شر جو مقبرو**: هيءُ مقبرو تعلقي ٺري ميرواهه، ضلعي خيرپورميرس ۾ واقع آهي. سخي جنگو خان پنهنجي وقت جو نامور سماجي خدمتگار ٿي گذريو آهي. پيشي جي لحاظ کان مقبرا جوڙائيندو هو. سندس پيءُ پنهنجي ذات وارن جو سردار هو. هيءُ مقبرو ڪوري جي پڪل سرن جو تعمير ٿيل آهي. مقبري کي ٻه گنبذ آهن،



مهاڙيءَ ۾ ٻه ونگاوان لنگهه وچ تي ساڳيءَ طرز جو نمائشي در آهي. مقبري جي مهاڙيءَ ۾ طاقچن سان ٻن حصن ۾ ست ست نمائشي دريون آهن، اهڙيون نمائشي دريون ٻنهي پاسن وارين ديوارن ۾ ٻه آهن، جن جو تعداد چار آهي. مقبري کي اندران توڙي ٻاهران پلستر ٿيل نه آهي، البت گنبذن کي اندران توڙي ٻاهران چن جو ليپو ڏنل نظر اچي ٿو، پر اهو ٻه گهڻي قدر هن وقت ڇڻي ويو آهي. مقبري جي ٻيڙهني تي پلين نما ٽنيڙيون ٺاهيون ويون آهن. مقبري کي سنئين ڇت آهي، جنهن تي اٺڪنڊي ڳچ تي ٻه گنبذ رکيل آهن. ٻنهي ڳچن جي چئني طرفن کان گول روشندان ڇڏيل آهن. گنبذ تي ڪوٽيءَ جي ابتي گل مٿان برجي ٺاهي وئي آهي. مقبري ۾ اندر ٻنهي طرفن کان چوڪنڊو نمائشي لنگهه ٺاهي، ان ۾ محراب ڇڏيا ويا آهن، جڏهن ته اندران ڇهه قبرون آهن، جيڪي پڻ پڪين سرن جي ٺهين واريون آهن، جن لاءِ "خيرپور، دي جيول اينڊ ڪرائون آف سنڌ" جو محقق ڄاڻائي ٿو ته اهي قبرون ساڳئي قبيلي جي ڪن نامور ماڻهن سخي جنگو خان، ٻانجهي خان شر، اولادي خان، جان محمد شر، مولائي ڏنو، الياس شرجون آهن.

هي مقبرو پراڻو ڏسائي ٿو. سار سنڀال نه ٿيڻ ڪري زبون حال آهي. ٻيڙهه جون سرون ڪلر کائي ڇڏيون اٿس. ٻيڙهني مان ٻه سرون نڪرنديون ٿيون رهن. اندر مقيم قبرن جون ٺهيون پڻ ڪلر جي ور چڙهيل آهن. مقبري جي موجوده حالت ڏسائي ٿي ته اهڙيءَ حالت رهڻ سبب گهڻو وقت جٽاءُ نه ڪري سگهندو. مقبري جي چوڌاري محدود پڌري آهي، باقي چئني طرفن کان آبادي ٿئي ٿي.

**سخي ڄام صاحب قبرستان** (ماڳ): ٻارهين/ تيرهين هجريءَ جو هي قبرستان ڳوٺ ڄام صاحب، ديهه نصرت 110 تعلقي ۽ ضلعي نوابشاهه ۾ ڄام صاحب جي مقبري جي ويجهو آهي. هي قبرستان نوابشاهه شهر کان 28 ڪلوميٽر اوڀر طرف واقع آهي. منڊي جمڙائوهن جي اتر اولهه تي 45 ڪلوميٽرن تي، گپچاڻي ڳوٺ اٽڪل 15 ڪلوميٽر اتر ۾ ۽ ڄام مائينر هڪ ڪلوميٽر ڏکڻ اولهه ۾ آهي. هي ماڳ 25˚17˚26 ڊگريون اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ "10 '38 °68 ڊگريون اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي.

هن قبرستان ۾ موجود ٻن قبرن جو احوال هيٺ ڏجي ٿو:

**الف:** قبر جي ڊيگهه 1.70 ميٽر اتر ڏکڻ ۽ 30 سينٽي ميٽر اوڀر اولهه. هن ۾ جنگشاهيءَ جو پٿر استعمال ٿيل آهي. قبر مستطيل آهي. هيءَ غلام محمد جتوئيءَ جي قبر آهي. ٻني جنگ شاهيءَ جي پيلن پٿرن جي ٺهيل آهي. ان تي ڪلمو شريف لکيل آهي. هي قبر هڪ ٿلهي تي پڪين سرن جي آهي. سيرانديءَ کان ڪتبي تي غلام محمد جتوئي وفات 1208ھ لکيل آهي.

**ب:** هن قبر جي ڊيگهه 1.30 ميٽر ويڪر 30 سينٽي ميٽر ۽ اوچائي 80 سينٽي ميٽر آهي. قبر مستطيل آهي. هي جنگ شاهيءَ وارن پيلن پٿرن جي گهڙيل آهي. هي قيصر جتوئيءَ جي قبر آهي. ٻنيءَ تي ڪلمو شريف لکيل آهي. ٻنيءَ تي مهندسي ليڪون ۽ گل ٻوٽا اڪريل آهن. هيءَ هڪ پڪ سرائين ٿلهي تي ٺهيل آهي. سيراندي کان ڪتبي تي قيصر جتوئي 1217هجري لکيل اٿس. موجوده وقت ۾ قبرستان ۾ گهڻي تعداد ۾ سرن جا اڌڙ پکڙيل آهن. مقامي ماڻهن جو چوڻ آهي، اتي گهاڙيون گهڻي تعداد ۾ هيون. پر وقت گذرڻ سان ضايع يا چوري ٿي ويون. هينئر فقط هي ٻه قبرون گهاڙيءَ واريون ٻيون هزارين ڪچيون پڪيون قبرون موجود آهن.

**سخي داد واهي** (ماڳ): ضلعي نوشهري فيروز جي ٺارو شاهه شهر کان اولهه طرف 5 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي منياڻي ويندڙ رستي جي وٽ ۾ ۽ دليپوٽن کان ايرندي طرف ٻن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي درگاهه سخي داد واهي موجود آهي. درگاهه جي عاليشان عمارت بلند هئڻ سبب ڪافي پري کان نظر ايندي آهي. سخي داد واهيءَ جو اصل نالو شيخ دائود ولد پير آدم نوري ذات قريشي آهي، سخاوت سبب کين 'سخي' سڏيو ويندو هو. 'داد' سندس نالي دائود جو مخفف آهي، جڏهن ته 'واهي' درياهه مان وهندڙ نالي کي چئجي ٿو. جيڪو ان وقت خانقاهه پرسان وهندو هو، جتي ٻيڙيون اچي لنگر ڪنديون هيون. هي ڳوٺ جيڪو بزرگ، سخي داد واهيءَ جي نالي سان منسوب آهي. آڳاٽي زماني ۾ واهيءَ سبب ڄانورن جي منڊيءَ طور سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور هو. ٻيڙين ذريعي ڄانور ۽ ٻيو سامان هتان دور دراز علائقن ڏانهن پهچايو ويندو هو.

سندس مقبري ۾ ٽي مزارون آهن. جن مان وچين مزار دائود المعروف 'سخي داد واهيءَ' جي آهي، ساڄي پاسي کان سندس پاڻيجو احمد ۽ کابي پاسي کان سندس پاڻيٽيو محمد مدفون آهن. درگاهه جي اتر ۾ هڪ عاليشان مسجد ۽ ڏکڻ ۾ هڪ مسافرخانو تعمير ٿيل آهي. درگاهه جي سامهون علم پاڪ جي ڪاٺيءَ بابت مشهور آهي ته هيءَ ڪاٺي درياهه مان لڙهي واهيءَ ۾ آئي ۽ هتي رُڪي، جنهن کي 700 سالن کان به زياده عرصو گذري چڪو آهي، تڏهن به بيروني اثرات کان محفوظ ۽ مضبوط آهي.

**سخي دادواهي (ڳوٺ)**: هي ڳوٺ ضلعي نوشهري فيروز جي ٺارو شاهه خان شهر کان اولهه طرف پنجن ڪلوميٽرن ۽ منياٽي ويندڙ رستي جي وٽ ۾ آهي. سخي داد واهيءَ بابت هندو مذهب جي پيروڪارن جو عقيدو آهي ته هي 'راجا وير' آهي، چاڪاڻ ته هن شهر ۾ 'راجا وير' جو ٽڪاڻو به ٺهيل آهي، جيڪو هندن جي لڏي وڃڻ سبب ڦٽي ويو آهي، اڳي هن ٽڪاڻي ۾ هندو ماڻهو هر مهيني پڄڻ پاءِ ڪندا هئا. قديم زماني کان وٺي اڄ تائين هتي موجود سخي داد واهيءَ جي درگاهه آهي، جنهن تي هر سال ميلو لڳندو آهي.. هتي مسلمانن کان سواءِ هندو به عقيدت وچان اچي حاضري ڀريندا آهن. ميلي جي موقعي تي ٺارو شاهه جا هندو مٽ ڀري رکندا آهن، جن کي مٽائي چئبو آهي.

**سخيراڻي، عادل**: ناليواري شاعر ۽ سماجي ڪارڪن عادل سخيراڻيءَ جو اصل نالو غلام رسول ولد محمد خان سخيراڻي هو. سندس جنم 10 مارچ 1957ع تي دادو شهر ۾ ٿيو. ابتدائي تعليم دادوءَ ۾ حاصل ڪرڻ بعد مئٽرڪ ڪوٽڙيءَ هاءِ اسڪول مان ڪيائين ۽ انٽر ۽ بي. اي ڪرڻ کان پوءِ 1979ع ۾ ايم. اي جي ڊگري حاصل ڪيائين. عادل سخيراڻي 1974ع ۾ ميونسپل ڪاميٽي دادوءَ ۾ جونئير ڪلارڪ طور ڀرتي ٿيو. ڪجهه وقت کان پوءِ اتان استعيفا ڏئي سنڌ ايگريڪلچر سپلاءِ



آرگنائيزيشن (ساسو) ۾ ڪلارڪ ۽ پوءِ آفيس اسسٽنٽ ٿيو. عادل سخيراڻي ابتدا کان وٺي سياسي، سماجي، ادبي سرگرمين ۾ ڀرپور حصو ورتو. 1986ع کان 1988ع تائين سنڌي ادبي سنگت شاخ دادوءَ جو به سال سيڪريٽري رهيو. هن ڪيترائي مضمون ۽ مقالا پڻ لکيا، جيڪي مختلف اخبارن، رسالن ۾ ڇپجندا رهيا. سگا شاخ دادوءَ جو جنرل سيڪريٽري به رهيو. ان کانسواءِ ايمپلائيز يونين حيدرآباد ڊويزن جو صدر ۽ جنرل سيڪريٽري ۽ مرڪزي چيئرمئن پڻ رهيو. سندس شاعري منظور سخيراڻيءَ سميت ڪيترن ئي نامور فنڪارن ڳائي آهي.

عادل سخيراڻي، 23 مارچ 1992ع تي قاتلاڻي حملي ۾ شهيد ٿي ويو. مرڻ پڄاڻان سندس به ڪتاب: (1) 'نيڻ ٽڪجي پيا' (شاعري) ۽ (2) 'سنڌ جون رانديون' شايع ٿيا آهن.

نامور اديبا ۽ شاعر، بينظير عادل سخيراڻي سندس ڌيءَ آهي.

**سخيراڻي، منظور**: سنڌ جو مشهور راڳي منظور سخيراڻي ولد بهارالدين سخيراڻي، 14 اپريل 1959ع تي دادو ۾ پيدا ٿيو. سندس والد روينيو کاتي ۾ ملازمت ڪندو هو.



منظور سخيراڻيءَ پرائمريءَ کان مئٽرڪ تائين تعليم دادوءَ ۾ حاصل ڪئي. راڳ جو شوق ڪيس ننڍپڻ کان ئي هو. هو ننڍپڻ ۾ ريڊيو تمام گهڻي چاهه سان ٻڌندو هو ۽ اهو ئي سبب هو، جو هي انٽر تائين تعليم جاري نه رکي سگهيو ۽ مڪمل طور راڳ طرف لاڙو ڪيائين.

منظور سخيراڻيءَ راڳ جي تربيت پنهنجي دور جي ڪلاسيڪل گويي استاد قدرت الله خان کان حاصل ڪئي. سندس پهرين آڊيو ڪئسٽ 1983ع ڌاري اي. ايم. آءِ رڪارڊنگ ڪمپنيءَ جاري ڪئي، جنهن ۾ منظور سخيراڻيءَ جي آواز ۾ سندس ڳايل مشهور ۽ سدا بهار ڪلام 'جيءَ جنهن کي چيم، جهٽڪ تنهن کان مليم'، 'ها مان تنهنجي بنا ڪجهه به نه ناهيان'، 'انٽر منٽر جادو جنٽر'، 'ايڏو نه ٿي جذباتي'، 'روز بهانا نوان نوان' شامل هئا. سندس آواز ۾ هن وقت تائين لاتعداد آڊيو ڪئسٽون جاري ٿي چڪيون آهن.

منظور سخيراڻيءَ کي ريڊيو تي سڀ کان پهريان پروڊيوسر نثار ميمڻ متعارف ڪرايو. سندس آواز ۾ پهريون ڪلام ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ جي اسٽوڊيو ۾ رڪارڊ ٿيو. جنهن جو شاعر استاد بخاري هو ۽ ڪلام جا ٻول هئا 'مون ڏي نيڻ نه ڪڻ، دنيا ڏاڍي ساڙولي، ڏينديءَ ڪا نه ڏسڻ.' چيو وڃي ٿو ته استاد بخاريءَ جو ريڊيو تي رڪارڊ ٿيندڙ هي پهريون ڪلام هو جيڪو بيحد مقبول ٿيو.

منظور سخيراڻيءَ کي ٽيليويزن تي پروڊيوسر اعجاز عليم عقيليءَ متعارف ڪرايو. منظور سخيراڻي ٽي. ويءَ تي سڀ کان اڳ شمس عقيليءَ جو آزاد نظم رڪارڊ ڪرايو. هي آزاد نظم پي. ٽي. وي ڪراچي سينٽر تان نشر ٿيندڙ پهريون سنڌي آزاد نظم هو.

منظور سخيراڻي دورِ حاضر تائين ريڊيو، ٽي. وي، اسٽيج، ڪئسٽ ۽ سيٽلائيٽ چئنلن جو مقبول ۽ ڪامياب فنڪار رهيو آهي. هن هڪ سنڌي فلم 'برسات جي رات' لاءِ گيت پڻ ڳايا ۽ فلم ۾ اداڪاري به ڪيائين. منظور سخيراڻي هڪ تمام سريلو فنڪار آهي. هي سنڌ جي ڪافي جديد شاعرن جي شاعري ڳائي چڪو آهي، پر استاد بخاري، علي گل سانگي، عبدالغفار تبسم ۽ انور قمبرانيءَ جا ڪلام گهڻا ڳايا اٿائين. منظور پوري پاڪستان سميت دبئي، شارجا، پارت، سعودي عرب ۾ به پنهنجي فن جا جوهر ڏيکاري چڪو آهي.

منظور سخيراڻيءَ کي ڪجهه سال اڳ ڌاڙيلن اغوا ڪيو هو، پر ڪين ڪلام ٻڌائي آزاد ٿيو.

**سخي سلطان شاهہ جو مقبرو:** سخي سلطان شاهہ جو مقبرو دادو شهر ۾ مچيءَ مارڪيٽ جي پرسان آهي. هن مقبري تي 1930ع ڪان اڳ هڪ پناڻ مجاور رهندو هو. جيڪو مزار جي سار سنڀال ڪندو هو. سخي سلطان جي مقبري تي شهر توڙي ٻهراڙي جا ماڻهو گهڻي تعداد ۾ ايندا رهندا آهن. ڪي عقيدتمند باسون باسيندا ۽ پڙ پڻ چاڙهيندا آهن.

**سخي سليمان شاهہ جو ميلو:** حضرت سخي سليمان شاهہ جو ميلو هر سال 14، 15 ۽ 16 ربيع الاول جي مهيني ۾ ڏام ڏوم سان ڀان سيدآباد ۾ ملهايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ ملاکڙو بہ ٿيندو آهي، جنهن ۾ اتر ۽ لاڙ جا پهلوان حصو وٺندا آهن. ان ڪانسواءِ ميلي ۾ مختلف شين جا اسٽال، گهوڙن، ڏڳن جي ڊوڙ جا انعامي مقابلا ۽ راڳ رنگ جي محفل پڻ رچائي ويندي آهي، جنهن ۾ صوفي راڳي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. هن ميلي ۾ سڄي سنڌ مان هزارن جي تعداد ۾ مريد ۽ عقيدتمند ايندا آهن. ميلي ۾ لنگر جو بہ خاص انتظام هوندو آهي.

**سخي سيد طالب حسين شاهہ جو ميلو:** سخي سيد طالب حيسن شاهہ جو ساليانو ميلو 11، 12 ۽ 13 ربيع الثانيءَ تي ڀان سيدآباد لڳ ڳوٺ پنيڻ ۾ ڏام ڏوم سان ملهايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ ملاکڙو بہ ٿيندو آهي، جنهن ۾ اتر ۽ لاڙ جي مشهور پهلوانن ۾ انعامي مقابلو ٿيندو آهي. ان ڪان علاوه ڪٻڏي راند، سرڪس، موت جو کوهہ، ٻارن جي لاءِ جهولا، رڇ ۽ ڪتي جي ويڙهہ، دڪان سينگاريندڙ ۾ انعامي مقابلو پلن ڏڳن، گهوڙن ۽ اُٺن جي ريس جو مقابلو ۽ راڳ جي محفل ٿيندي آهي، جنهن ۾ سنڌ جا مشهور راڳي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. هن ميلي ۾ درگاهہ تي گل جي چادر پڻ چاڙهي ويندي آهي. ميلي ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان هزارن جي تعداد ۾ عقيدتمند ۽ مريد ايندا آهن. جن جي لاءِ لنگر ۽ رهائش جو پڻ جوڳو انتظام هوندو آهي.

**سخي شاهہ برهان شاهہ جو ميلو:** سخي شاهہ برهان شاهہ جو ميلو هر سال 11، 12 ۽ 13 ربيع الثانيءَ جي مهيني ۾ ٽنڊي محمد خان شهر ۾ ريلوي لڳ سعيدپور روڊ تي نهايت ڏام ڏوم سان لڳندو آهي. هن ميلي ۾ سنڌ ليول تي ملاکڙو ٿيندو آهي، جنهن ۾ سڄي سنڌ جا مشهور پهلوان حصو وٺندا آهن. ان ڪان سواءِ ميلي ۾ بازارون پڻ لڳنديون آهن، پلن ڏڳن ۽ گهوڙن ڪي نمائش لاءِ آندو ويندو آهي، هنن ڪي وڪرو پڻ ڪيو ويندو آهي. هن ميلي ۾ هزارن جي تعداد ۾ مريد ۽ عقيدتمند ايندا آهن. جن جي رهڻ ۽ کاڌي خوراڪ جو پڻ بندوبست هوندو آهي.

**سخي شاهہ محمد شاهہ:** سخي شاهہ محمد شاهہ جيلانيءَ جي درگاهہ ٺٽي ضلعي ۾ ميرپوربٺوري ڪان ڇهن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ڪورواهہ روڊ تي آهي. سخي شاهہ محمد شاهہ ننڍپڻ ڪان ئي مڪمل طور فقيراڻي مزاج جو هو. پاڻ قلندري طريقي ۾ ملنگن واري لباس ۾ سڄي سنڌ خاص طور سيوهڻ شريف ۽ لاهوت بلوچستان جا پيرين پنڌ سفر ڪيائين. والدين ڪيس شادي ڪرڻ لاءِ زور ڀريندا هئا، پر هن دنيا ۾ ڪابہ لالچ نہ رکي. ان ڪري هن پنهنجي زندگيءَ جو گهڻو عرصو سفر ۾ گذاريو. نيٺ اچي پنهنجي انهيءَ آخري آرامگاهہ واري هنڌ آسڻ اڏيائين. ڪلراٺي مٽي ۽ ڇارين جي جهڳٽن ۾ ويهي عبادت ڪندو رهيو. آهستي آهستي آسپاس جا ماڻهو سندس مريد ۽ عقيدتمند ٿيا. سندس تعلق تلومڪان جي جيلاني خاندان سان هو. سندس ڏاڏي حضرت شاهہ شريف جي معتقدن جو حلقو بہ وسيع هو. شاهہ محمد شاهہ جيلاني گهڻو عرصو بلوچستان ۾ گذاريو ان ڪري اتي پڻ گهڻي تعداد ۾ سندس مريد آهن. هن 28 يا 29 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي. سندس درگاهہ تي هر سال ميلو پڻ لڳندو آهي، جنهن ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ڪان سندن عقيدتمند اچي گڏ ٿيندا آهن.

**سخي شاهہ محمود جو قبو (ماڳ):** ڪلهوڙن جي دور جو هي مقبرو ديهہ نٽ، ڳوٺ ڪشورپور، تعلقي دولتپور ضلعي بينظير آباد (نوابشاهہ) ۾ آهي. ماڳ جي اولهہ ۾ ڇهن ڪلوميٽرن تي سنڌو درياهہ، بچاءُ بند اوڀر ۾ ٻن ڪلوميٽرن تي، بچل پور جو ڳوٺ ٽن ڪلوميٽرن جي



پنڌ تي اوڀر ۾ - دولتپور جو شهر اتر ۾ 22 ڪلوميٽر اتر- اوڀر ۾ آهي. هي ماڳ "25 '19 $26^0$ ڊگريون اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ "14 '57 $67^0$ ڊگريون اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي. هن مقبري جي ڊيگهہ ۽ ويڪر 6.70x6.70 ميٽر، اوچائي 9 ميٽر آهي. تعمير ۾ پڪيون سرون 25x16x5 س. م اوساريءَ ۾، گِل ۽ گچ جو استعمال ٿيل آهي. هن مقبري جو لنگهہ اوڀر ۾ سينگاريل ونگائين دروازي سان آهي، جنهن تي تمام وڏو گهڻ راسو (Multi-cusped) ڏڪڻ ونگو پانيل جوڙيل آهي. مهاڙي گچ گاري سان لنبيل آهي. اتر ۽ ڏکڻ واريون پتيون ونگاون ۽ مستطيل پانيلن سان سينگاريل آهن. مقبري تي وڏو اٺڪندو ڳچ (drum) ڇئن روشندانن سان ٺهيل آهي. مقبري جو گنبذ ڪري پيو آهي. هن گنبذ ڪي ميان محراب واري مقبري جي گنبذ سان پيتي سگهجي ٿو جيڪو ملتان ۾ ٺهيل آهي. مهاڙيءَ ڪي ڇڏي باقي مقبري جون

سرون اگھاڙيون آهن. چورس مقبري ۾ ڪنڊن وٽ ڪنڊ- جوڙون ٺهيل آهن. جيڪي ائڪنڊي ڳچ ڪي سهارين ٿيون. هر پٽ تي محراب جيترو وڏو جارو ٺهيل آهي. انهن جارن ڪي پڻ ڪڻ ونگو پانيل ڏنل آهي. موجوده فرش ڪچو آهي. اندر هڪ ئي قبر سخي شاهه محمود جي ٺهيل آهي. جيئن ته مقبرو ڪچي واري علائقي ۾ آهي. ان لاءِ ٻوڏ جي گهيري ۾ رهي ٿو. ٻوڏن جو پاڻي ڪڏهن ڪڏهن ديوارن سان لڳي ٿو ۽ ڪاٽ ڪري ٿو. جنهنڪري ڏکڻ- اولهه وارو حصو تمام گهڻو ڪمزور ٿي ويو آهي.

**سخي صوبدار جي مزار** (ماڳ): سخي صوبدار جي مزار سيفل ريسٽ هائوس لڳ ڪشمور ۾ ٺهيل آهي. مقبرو پڪين سرن جو ٺهيل ۽ مهاڙيءَ ۾ ٻن نيلن سان سجايل آهي. ٻيڙهني تي چاري لڳل آهي، جيڪا جديد نموني جي سيمينٽ مان ٺهيل آهي. لنگهه ونگائون، پاسن



سان ونگن سان طاق ٺهيل آهن. ڪنڊن تي برجيون ڏنل آهن. مقبرو ڏسڻ ۾ پراڻو نه ٿو اچي. شايد مقبري جي وقت به وقت مرمت ٿيندي رهي آهي. سخي صوبدار بابت روايتون آهن ته هو پنهنجي دور جو وڏو مهمان نواز ۽ ماڻهن جي ڀلي جا ڪم ڪندڙ هو. هن وقت هتي سرڪار پاران هڪ مسافرخانو ٺهرايو ويو آهي.

**سخي هاشم شاهه جو چلي وارو حجرو** (ماڳ): مٽيارين جي پراڻي شاهي بازار ۾ هڪ اوتارو آهي، جنهن ڪي وڏو ميدان آهي. اتي هڪ ننڍڙي عمارت ٺهيل آهي، عمارت جو وچون تاج وڏو آهي، ٻنهي ڪنڊن سان برجيون ڏنل آهن. اهڙي نموني ڪل ٽي برجيون ٺهيل آهن، هڪ ڪنڊ تي وڏي برجي تاج وٽ، ان ڪان ننڍي برجي ۽ ٻيءَ ڪنڊ تي ڪجهه تاج ڪان وڏيري برجي آهي. مهاڙيءَ تي مختلف چٽ چٽيل آهن، جيڪي تازا لڳن ٿا. اندر هڪ تڏو پيل آهي، جنهن لاءِ روايت آهي ته انهيءَ تڏي تي سخي هاشم شاهه 22 سال ويٺو ۽ چلا ڪيائين. ان جي پرسان ننڍڙو پينگهو پيل آهي، جنهن تي ڪافي پڙ پيل آهن. الهنديءَ پٽ سان ٽي نغارا رکيل آهن، جيڪي ٺڪر جا وچ مان ٻوساٽيل ڏنل ٻاهر نڪتل پيل آهن.

**سداب** (Garden, Herb Grace Rue): سداب جو ٻوٽو بلوچستان، هندستان ۽ الجيريا ۾ ٿيندو آهي. هن ٻوٽي بابت ارسطوءَ پنهنجي ڪتاب 'جانورن جي تاريخ' ۾ لکيو آهي ته "نور جڏهن نانگ سان وڙهندو آهي، ته پهرين سداب جي ٻوٽي سان منهن اگهندو آهي." حڪيم بقراط هن ٻوٽي کي پيشاب آور ۽ عورتن جي مرضن لاءِ ڪم ايندڙ



سڏيو آهي. يوناني دؤر ۾ هي ٻوٽو مرگهيءَ ۽ ڦيريءَ جي مرضن لاءِ اهم دوا سمجهيو ويندو هو سنڌ جا حڪيم هن ٻوٽي مان بدهضمي، مرگهي، عرق النسا ۽ سَنڌن جي سُور جون دوائون ٺاهيندا آهن. هي ٻوٽو سنڌ ۾ عام ٿئي ٿو.

**سدا بهار**: سدا بهار (Periwinkle) هڪ خوبصورت ٻوٽو آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ رتن جوت، اردوءَ ۾ سدا بهار، انگريزيءَ ۾ Vinca ۽ لاطينيءَ ۾ Vinca Rosea چيو ويندو آهي. هي خوبصورت ٻوٽو پنهنجن



گلابي، قرمزي ۽ اڇن گلن سان جهنجهيل ٿئي ٿو باغن ۽ ڪونڊين ۾ پوکيو وڃي ٿو سنڌ، پنجاب، پختونخوا، بلوچستان ۽ ڪشمير ڪانسواءِ هندستان ۾ پيدا ٿئي ٿو. هن جي پنن جو عرق، ذيابطيس جي مرض لاءِ اڪسير سڏيو ويو آهي. هن مان رت جي ڪئنسر جي دوا ٺهندي آهي. حڪيم هن جي پنن مان حيض جي گهٽائيءَ جو به علاج ڪن ٿا.

**سداچارُ** (ڪتاب): ورهاڱي کان اڳ ۾ ڇپيل هيءَ ڪتاب علم



اخلاق متعلق آهي، جنهن ۾ جدا جدا گڻن جي مثالن رستي اپٽار ڪئي وئي آهي. هيءَ ڪتاب ليلارام پربمچند ۽ چيتمل پرسرام جو لکيل آهي. ڪتاب تي ڇپائيءَ جو سال ڄاڻايل نه آهي. هيءَ ڪتاب بلوتسکي پريس حيدرآباد، سنڌ ڇپائي پڌرو ڪيو ڪرائون سائيز ۾ ڇپيل 84 صفحن تي مشتمل هِن ڪتاب جي قيمت 6 روپيا آهي.

**سدارام پڳت**: صوفي شاعر ۽ بزرگ پڳت سدارام جو تعلق هندستان جي ضلعي جيسلمير جي ڳوٺ گوڙا سان هو. جتي سندس جنم

1805ع ڌاري ٿيو. هو شاهه فقير زنگيجي جو مريد هو، جنهن جو روحاني تعلق شاهه عنايت شهيد جي صوفياڻي گاديءَ سان هو. ان ڪري 'سادل/ سادارام' ڀڳت به جهوڪ شريف جي مريدن ۾ شامل هو. شاعريءَ ۾ 'سادل/ ساول' تخلص ڪتب آڻيندو هو. مرشد سان روحاني نسبت سبب سنڌ ۾ گهمندو ايندو رهندو هو. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ کان متاثر ٿي سنڌيءَ ۾ شاعري ڪيائين. مٿس هندي، سرائيڪي ۽ ٻين ٻولين جو اثر آهي. سندس ڪلام جو مجموعو 'عشق سمونڊ' نالي سان ڇپيل آهي.'

سادل/ ساول' ڀڳت اڻويهين صديءَ جي آخر ڌاري انگريز دور ۾ وفات ڪئي.

**سدارنگاڻي** (ذات): هن ذات وارا هندو، حيدرآباد ۾ اچڻ کان اڳ خيرپور رياست طرف رهندا هئا، جتي اڄ تائين 'تڏاڻي' پريوار وارا موجود آهن، جن مان ڪي سکر ۾ به رهن ٿا. هن ذات وارا اصل ۾ زمينداري ڪندا هئا ۽ پنهنجو واهه کٽايو هئائون، جيڪو 'سدارنگ' واهه سڏبو هو. سدارنگاڻين جو وڏو ڏاڏو سدارنگ مل ۽ مهتاڻين جو وڏو ڏاڏو مهتابراءِ پاڻ ۾ ڀائر هئا، جنهنڪري اهي مهتاڻي حيدرآباد جي سدارنگاڻين جا ويجها سؤٽ هئا. سدارنگاڻين مان پوءِ ڪي پڙهي پيا ۽ چڱا عهدا ماڻيائون ته اهي ديوان سڏجڻ ۾ آيا، جن مان ديوان هاسو مل، پروفيسر هسو مل ايسرداس قابلِ ذڪر آهن. ان کان سواءِ ڏيرملاڻي، سياڳچنداڻي، سچانداڻي به ساڳئي نک مان آهن. جڏهن ته سدارنگاڻي ذات/ پاڙي جي حوالي سان سنڌي ٻوليءَ جا ٽي اهم عالم، اديب ۽ شاعر مشهور آهن: (1) گلي سدارنگاڻي: اتحاد ناول جي ليکڪا، (2) ڊاڪٽر هرو مل سدارنگاڻي: مشهور عالم ۽ محقق، (3) ومي سدارنگاڻي: شاعره.

**سدا ساوا پن** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب اصل ۾ جڳ مشهور انقلابي ليکڪن ۽ شاعرن: محمود درويش (فلسطين)، يشپال (هندستان)، پبلو نرودا (چلي) ۽ لورڪا (اسپين) جي سوانح عمرين تي لکيل آهي، جنهن جو مرتب ۽ مترجم سنڌ جو ناليوارو ليکڪ وليرام ولڀ آهي. ڪرائون سائيز جي ڪچي جلد سان 158 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سڳنڌ پبليڪيشن لاڙڪاڻي پاران 1984ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.




**سدا گلاب** (China Rose): هڪ سدابهار ٻوٽو، جنهن جو اصل وطن اوڀر ايشيا آهي. هي گل ملائشيا جي 'قومي گل' طور سڃاتو وڃي ٿو، جيڪو هوائي (Hawaii) جو ڏيهي گل پڻ آهي. سدا گلاب آبهوا جي علائقن ۾ لڳايو وڃي ٿو. هن گل ۾ عام طور خوشبو نٿي ٿئي. سدا گلاب پنهنجي وڏن ۽ ڳاڙهن گلن جي سبب ڪيترن ئي مناڻ چوسيندڙ پکين لاءِ اهم آهي، پر هي گل گرم ۽ ٿڌن علائقن ۾ ميٽر پکي يا فوسڙي (Humming Birds) جي لاڳيتي اچڻ ڪي وڏائي ٿو. هي گل چين ۾ چائنا روز، ملائشيا جي مقامي ٻوليءَ ۾ ڪيمبنگ سپاتو طور مشهور آهي. هي گل ملائشيا ۾ 12 صدي ۾ ملائي ٻيٽ (Malay Peninsula) ۾ متعارف ٿيو جيڪو 1960ع ڌاري ملائشيا جي 'قومي گل' طور مڃيو ويو. هن گل جون ڳاڙهيون پنکڙيون همت، زندگي ۽ ملائشيا جي ترقي



جي علامت سمجهيو ويو. هي گل دنيا جي گرم، نيم گرم ۽ ڪوسي ٿڌن علائقن ۾ وڌي ٿو. هن گل جا ڪجهه حصا طبي طور ڪتب اچن ٿا، جنهن ۾ گل، پن ۽ پاڙون اچي وڃن ٿا. هن گل جون پاڙون، ڪلون، پن ۽ گل ڪاڙهو ناهي ناريندڙ دوا (Emollient) لاءِ ڪم آڻجي. هن گل جا پن ۽ پاڙون ڪنهن به وقت ڪٽائي ڪجن، جيڪي ڪٽائي بعد ڌوئي، ڳترا ڪري اُس ۾ سڪائجن. هن جا پن لپري ٺاهڻ ۾ ڪم اچن ٿا. هن گل جا پن ڪاڙهو ناهي بخار لاءِ ڪم آڻجن ۽ بلغم ڪڍن ٿا. هن گل جي پنکڙين مان تيار ٿيل تيل وارن جي سنڀال لاءِ ڪم اچي ٿو. هن جا گل ڪاچرو ٿين ٿا جيڪي سامونڊي ٻيٽن تي سلاد (Salads) ۾ ڪتب اچن ٿا. هن جي گلن جو مواد ٻوٽن جي چمڪ لاءِ ڪم اچن ٿا. هندستان ۾ هن گل جو ڳاڙهو قسم ديوي جي پوڄا لاءِ ڪم اچي ٿو. هن جا ڳاڙها گل جلاب، رت جو داٻ گهٽائڻ، دماغي ڳوڙهين جي علاج، نخار، سوڄ ۽ ٻڪين جي عملي طاقت لاءِ ڪم اچي ٿو.

هن گل جا اٽڪل 300 قسم ٿين ٿا. هيءُ خوبصورت هجڻ ڪري گهٽو پوکيو وڃي ٿو. هن گل جا پن ساوا ڏنديدار ۽ گل پنج پنکڙين وارا گلابي، ڳاڙها، سرخ واڱڻائي، نارنگي يا پيلا ٿين ٿا، جيڪي ٿوري زندگي پر لڳاتار گل جهليندڙ آهن. هي گُل ٻوٽو سڌو ٿئي ٿو، جنهن جو قد 3 کان 12 فوٽ اوچو ٿئي ٿو. هن جا پن بيضوي چمڪدار ساوا، ڏنديدار ۽ جدا جدا ٿين ٿا. جڏهن ته گل وڏا ۽ ڪنڌ مان نڪرن ٿا. هن جي ڦل ڪي ڏينو (Capsule) چئجي ٿو.

سدا گلاب جي واسطي زمين لٽاسي يا چيڪي لٽاسي، جنهن جي سٺي ساخت، نامياتي مادو جهجهو ۽ سٺي نيڪال واري هجي. هي گل قلمن ذريعي واڌ ڪري ٿو. جنهنڪري گلڪاري واريون ٻاريون بهتر نموني تيار ڪجن. هن گل جي پوکي خوبصورتي واري ٻوٽي طور ٿئي ٿي. سندس واڌ ويجهه لاءِ قلم تيار ڪيا وڃن ٿا. هن قسم جي ٻوٽي ڪي

تن حصن ۾ ورهايو وڃي ٿو. جنهن ۾ گرم آبهوا وارا ٻوٽا جيڪي مڪمل سج جي روشني ۾ ٿين ٿا. اهي ٻوٽا جيڪي خراب آبهوا ۽ ماحوليات جي انتها ۾ ٿين ٿا ۽ اهي ٻوٽا جيڪي آلاڻ، بهتر نيڪال واري زمين جنهن ۾ نامياتي مادو گهٽ هجي.

هن ٻوٽي جا قلم بهار جي موسم ۾ تيار ڪري لڳايا وڃن ٿا. ان لاءِ جڏهن قلم پاڙون ڪڍڻ بعد ۾ لڳايا وڃن. ٻوٽا لڳڻ بعد پنهنجي واڌ جي شروعات ڪندا. ٻوٽن جا قلم قطارن ۾ ٻوٽن جي 3 کان 4 فوٽ وٿي تي لڳائجن ۽ ٻوٽا لڳائڻ بعد جلدي جلدي پاڻي ڏجي ته جيئن ڪين سوڪهڙي کان بچائي سگهجي.

هيءَ گل خوبصورتيءَ لاءِ پوکيا وڃن ٿا. هن گل جي ڪجهه قسمن مان ڌاڳو ملي ٿو، جيڪي پڻ ڪاغذ ٺاهڻ لاءِ ڪم اچن ٿا. هن مان بوٽ پالش تيار ڪئي وڃي ٿي.

**سدا گلاب (ڪتاب):** هي ڪتاب، سنڌ جي نامور عالم ۽ اديب لالچند امرڏنيمل جڳتياڻيءَ جا نثري نظم / شاعراڻا ويچار آهن. جن بابت هُو خود مهاڳ ۾ لکي ٿو ته، "مون هي سدا گلاب، ٽورڙا بابو رويءَ (ٽئگور) جي 'باغبان' (Gardner) تان وٺي، ۽ ٽورڙا اُنهن جي اوٽ تي پنهنجي سر سر جي، گهٽيءَ سڪ ۽ پيار سان سنڌي ساهت جي چمن ۾ هن لاءِ لڳايا، جو مون کي پڪ هئي، ته سنڌي زبان جي زمين هونئن جيتوڻيڪ ڪلراٺي، ته به تَرَ صوفين جي شعر جا اُتس گجگاه ٻيلا پيا جهولن، انهيءَ ڪري هي سدا گلاب اُنهيءَ چمن کي رونق چڱي وٺائيندا."

هي شاعراڻا خيال، ٽئگور جي 'گيتانجلي'، 'باغبان' وغيره جي طرز تي لکيل ابتدائي سنڌي نثري نظم جا نمونا آهن.

ڪرائون سائيز جي 86 صفحن جي هن ڪتاب ۾، 89 نثري ويچار سمايل آهن. جيڪو ڪتاب بلئونسڪي پريس، حيدرآباد مان، جيئنمل پرسرام گلراجاڻيءَ ڇپايو ۽ لعلچند امرڏنيمل 41-1940ع ڌاري خود پڌرو ڪيو.

**سُدرشن (اخبار):** هيءَ هفتيوار سنڌي اخبار، 5 سيپٽمبر 1928ع کان ٺهلرام چيتن رام روهڙا، شڪارپور جي زميندار ديش هتيش پريس مان ڇپائي پڌري ڪئي. هيءَ اخبار ڌرم ۽ سماج جي ترجماني ڪندڙ هئي. هن اخبار پنهنجي وقت ۾ ڪافي نالو ڪڍيو ۽ پڙهندڙن ۾ مقبوليت ماڻي. ڪجهه عرصو مسلسل شايع ٿيڻ بعد هميشه لاءِ بند ٿي وئي.

**سدورو مل ايم. راجپوت:** نامور ليکڪ ۽ اخبار نويس سدوري مل ايم. راجپوت 23 آڪٽوبر 1926ع تي ڳوٺ چانڊڻ تعلقي ميرپور ماٿيلي، ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ جنم ورتو. ورهاڱي دوران پنهنجن وڏن سان گڏجي ڀوپال (ڀارت) لڏي ويو. هن ادب جي شروعات ڪالمن ۽ ڪهاڻين لکڻ سان ڪئي. سنڌي، هندي ۽ اردو اخبارن ۾ سندس ڪهاڻيون ۽ ڪالم ڇپيا. انهن اخبارن ۾ سندس هندو واسي، نيو سنسار، سماچار، هندو ڀومي، چئلينج، پرڪاش (سنڌي)، نيو ڀارت ٽائيمز ڌرم يگ، هند سماچار وغيره شامل آهن. سدورو مل مختلف اخبارن: سنڌيش، زندگي هفتيوار (ڀوپال)، امرشڪتي، سنڌو شڪتي، گيان ڌارا (ڀوپال)، سنڌڙي ۽ سنت نرنڪاري ماهوار رسالي جو به ايڊيٽر رهيو آهي. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ 'اوتار اپديش' (ٽي ڀاڱا)، 'برهم گيان'، 'روحاني راز'، 'انمول رتن'، 'شڌاڻي سنت جي سنڌ ياترا' (1976ع) ۽ 'هند ۽ سنڌ جي سنتن جون جيون جهانڪيون' شامل آهن.

**سڏا تورو ۽ ڪڏا تورو (ڪتاب):** هي سنڌي نثر جو اوائلي ڪتاب آهي، جيڪو سيد ميران محمد شاه (اول) 1855ع ۾ پنڊت بنسي ڌر جي هندي قصي 'سبودي عبودي' تان ترجمو ڪيو. هي دراصل ٻن ماڻهن جو قصو آهي، جن ۾ سڏا تورو نيڪ ۽ ملڪي قانون جو پابند آهي، جڏهن ته ڪڏا تورو خراب ۽ غير ذميوار آهي. هي قصو سنڌيءَ ۾ ابتدائي نثر جي شڪل کي واضح ڪري ٿو. 'سڏا تورو ۽ ڪڏا تورو' 1959ع ۾ مهراڻ رسالي ۾ پڻ ڇپيو.

**سڌارٿ (ڪتاب):** هي ناول، مشهور جرمن ليکڪ 'هرمن هيس' (Herman Hesse) جي بيحد مقبول ناول، Sidhartha (انگريزي) جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو نامور ليکڪ فضل احمد بچاڻي وڻندڙ ۽ محاوريدار ٻوليءَ ۾ ڪيو آهي. هن ناول جا 1976ع تائين 22 ايڊيشن ڇپجي چڪا ۽ دنيا جي ڪيترين ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي. اُن تي ڪيئي فلمون ٺهي چڪيون آهن ۽ ليکڪ کي نوبل انعام به ملي چڪو آهي، فقط هڪ سال 1973ع ۾ هن ناول جا ست ڇاپا وڏي تعداد ۾ پڌرا ٿيا هئا. يورپ ۽ آمريڪا ۾ هن روحاني قسم جي ناول کي وڏي مقبوليت حاصل رهي.




مترجم جي لفظن ۾ "هن ڪتاب جو سورمو 'سڌارٿ'، هڪ فقير صفت صوفي طبيعت برهمڻ زادو آهي، جنهن جو اندر ڪائنات ۽ تخليق جي اسرارن تان پردو کڻڻ لاءِ سدائين کان سِڪندڙ آهي، سو پنهنجي 'سچ' پسڻ لاءِ اُڃايل دل کڻي، حيات ۽ سنسار جي مختلف دورن مان گذري، مختلف واٽون وٺي، مختلف آزمودا پرائي، نيٺ هڪ نتيجي تي پهچي ٿو جيڪو ئي هن ناول جو بنياد ۽ موضوع آهي. زندگي ڇا آهي، سنسار ڇا آهي، ٻنهي جي لاڳاپي جي نوعيت ڇا آهي، سچي روحاني خوشيءَ جو راز ڇا آهي؟ اها شانتي مذهب ۾ آهي يا مذهب کان ٻاهر؟ دنياداريءَ، عيش عشرت، ڪمن ڪارين ۾ آهي يا مورڳو دنيا کي تياڳڻ ۾؟ ويراڳ وٺي جهنگ جهر جاڳڻ ۾ آهي يا دنيا جي مڙني شين سان تعلق رکڻ ۽ سهڪار ڪرڻ ۾؟ مذهب جي ريتن ۽ رسمن کي ورتائڻ ۾ آهي يا مذهب ئي سچي رنج ۽ غم جو باعث آهي؟ بندي جي اندر ۾ ڇا

آهي، سنسار جي شين ۾ ظاهر ٿيا آهي ۽ لڪل ڇا؟ سچو سڪون، شانتي، نرواڻ، ڇوٽڪارو ڪهڙي ريت ملي سگهي ٿو؟ انهن سوالن جو جواب هن ناول مان ملندو.“

ڪرائون سائيز جي 120 صفحن تي هن ناول جو پهريون ڇاپو نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد ڇاپيو ۽ ان جو ٻيو ايڊيشن 1991ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. جنهن جي قيمت 20 روپيا آهي.

**سڌاري** (ديھ): تعلقي روهڙيءَ ضلعي سکر جي هڪ ديھ جو نالو، جنهن ۾ سڌاري نالي هڪ ڳوٺ شامل آهي.

**سڌايو، غلام نبي، ڊاڪٽر**: ناميارو ليکڪ ۽ محقق پروفيسر ڊاڪٽر غلام نبي ولد محمد بخش سڌايو پهرين سيپٽمبر 1948ع تي جيڪب آباد لڳ ڳوٺ ڊب ۾ ڄائو. هن پرائمري ۽ ثانوي تعليم جيڪب آباد مان پرائي، اڳتي هلي سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان 1972ع ۾ سنڌي ادب ۾ ايم. اي ڪيائين ۽ 1982ع ۾ صحافت شعبي مان ايم. اي ڪيائين. هن 1975ع ۾ ايل. ايل. بي پڻ ڪئي. 1989ع ۾ ناميارو محقق



ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جي نگرانيءَ ۾ پي. ايڇ. ڊي جي سند حاصل ڪيائين. سندس تحقيقي مقالي جو عنوان هو ’شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ ۾ علامت نگاري.‘

ڊاڪٽر غلام نبي سڌايي پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات صحت کاتي ۾ ملازم طور ڪئي، بعد ۾ 1973ع ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪري، تعليم کاتي ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو. هن لکڻ جي شروعات 1965ع کان ڪئي، شروع ۾ سندس ڪهاڻيون، ڪالم ۽ تاثر سنڌ جي مختلف رسالن، اخبارن ۽ ڪتابن ۾ شايع ٿيندا رهيا.

هن وقت تائين سندس 21 ڪتاب شايع ٿيل آهن، جن ۾: (1) ’شاهه عبداللطيف جي شاعريءَ ۾ علامت نگاري‘ (پي. ايڇ. ڊي جو مقالو)، (2) ’شاهه لطيف جو عوامي شعور‘ (تحقيق)، (3) ’سفر زندگيءَ جو‘ (عوامي شاعر عبدالڪريم گدائيءَ جي شخصيت)، (4) ’ٽئين روشني‘ (عبدالڪريم گدائيءَ جي شاعريءَ تي تنقيد)، (5) ’سچ سونهن ۽ وريام جي ورونهن‘ (لوڪ ادب)، (6) ’سنگ سچ جو‘ (لوڪ ادب)، (7) ’غريبن جو ورثو هڪ مطالعو‘ (تنقيد ۽ تحقيق)، (8) ’چونڊ سنڌي افسانا، هڪ مطالعو‘ (تحقيق)، (9) ’سنڌي ادب جي مختصر تاريخ‘، (10) ’سنڌي مضمون نگاري‘، (11) ’جيڪب آباد ۽ جان جيڪب‘ (ترتيب)، (12) ’نعره حق‘ (صوفي بيدل فقير جي ڪلام جو نثري اردو ترجمو ۽ ترتيب) ۽ ٻيا شامل آهن.

ڊاڪٽر غلام نبي سڌايي، شاهه، سچل ۽ سنڌ توڙي پنجاب جي ڪيترن ئي صوفي بزرگن ۽ شاعرن جي زندگي ۽ شاعريءَ تي 100 کن مقالا لکيا آهن. ڊاڪٽر غلام نبي سڌايي کي سندس ادبي خدمتن جي مڃتا طور شاهه لطيف اوارڊ، سچل سرمست اوارڊ، سنڌي ادبي سنگت سنڌ اوارڊ، ڊاڪٽر محبت ٻرڙو اوارڊ ۽ ٻيا اوارڊ ملي چڪا آهن. هي سنڌي ادبي سنگت شاخ جيڪب آباد جو سيڪريٽري به رهي چڪو آهي، انهيءَ دوران هن جيڪب آباد ۾ ’شاهه لطيف سيمينار (1973ع)‘ منعقد ڪرايو ۽ ٻه ڪتاب: (1) ’سنڌي ڪهاڻيون ۽ (2) ’تا چنگ چرن جت چاهت جا‘ (شاعري) پڻ شايع ڪرايا. هي ’سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن‘ جيڪب آباد جو جنرل سيڪريٽري ۽ صدر به رهي چڪو آهي.

ڊاڪٽر سڌايو تعليمي ماهر جي حيثيت ۾ بورڊ آف گورنرس سيڪنڊري اينڊ انٽرميڊيئيٽ ايجوڪيشن لاڙڪاڻي جو ميمبر، سچل چيئر جو ميمبر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جي سنڌي ۽ صحافت شعبن جو ميمبر پڻ رهيو آهي. ڊاڪٽر صاحب سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۽ همدرد يونيورسٽي ڪراچيءَ ۾ ايم فل ۽ پي. ايڇ ڊي جو گائيڊ پڻ آهي. سندس رهبريءَ ۾ ڊاڪٽر ملڪ نديم، ڊاڪٽر منظور سولنگي ۽ ڊاڪٽر رياض احمد شيخ پي.ايڇ. ڊي ڪري چڪا آهن.

ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو هن وقت ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي، جيڪب آباد جو سيڪريٽري آهي ۽ هن سوسائٽيءَ جي تعاون سان هن انگريزيءَ ۾ ترتيب ڏنل ڪتاب Jecob's town Jacobabad ترتيب ڏنو آهي. هو صحافتي ميدان ۾ به ڪجهه اخبارن ۽ رسالن جي ادارت ڪري چڪو آهي، ڪجهه وقت راندين ۾ دلچسپي وٺندي ڊسٽرڪٽ هاڪي ايسوسيئيشن جو صدر پڻ رهيو ۽ ماضيءَ ۾ جيڪب آباد ۾ منعقد ٿيندڙ اسٽيج ڊرامن ۾ اداڪاري به ڪري چڪو آهي.

ڊاڪٽر سڌايو هن وقت جيڪب آباد ۾ قائم محترمه بينظير ڀٽو گورنمينٽ لائبريءَ جي سربراهه طور خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.

**سڌايو ڪوٽ** (ديھ): تعلقي ٺل ضلعي جيڪب آباد جي هڪ ديھ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شير محمد بجاراڻي، مير هزار خان بجاراڻي، محمد زمان سرڪي، سائين ڏنو سميجو، محمد اسماعيل سرڪي، مينهون خان سرڪي، غلام محمد سرڪي، صالح شاهه، مير جان جعفري، فيض محمد بروهي، عبدالرزاق سهنڊڙيو، علي شير جعفري، حاجي بلند جکراڻي ۽ صحبت سميجو.

**سڌ ڪلياڻ** (راڳ): ڪلياڻ ٺاٺ مان جنم وٺندڙ هي اوڊو سمپورڻ راڳ آهي. هن راڳ جو وادي سر ريکب (ري) ۽ سموادي سر پنچم (پا) آهي. هي راڳ بلمپت لئه ۾ ڳائڻ گهرجي. جيڪڏهن هن راڳ ۾ رکب کي وادي ڪري ڳائبو ته هن راڳ کي ايمن کان الڳ ۾ آلاپڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن گنڌار کي وادي ڪري ڳائبو ته ايمن ڪانهڙو ڳائڻ گهرجي. ڀوپالي ڪلياڻ ۽ سڌ ڪلياڻ ۾ پنڊت اهو فرق بيان ڪن ٿا ته ڀوپاليءَ ۾ هئي مڌم (ما) ۽ نکاد (ني) جا سرورج آهن. تنهنڪري سڌ ڪلياڻ ڀوپالي ڪلياڻ کان به الڳ ٿي پوي ٿو هن راڳ تي شاهه جي سرن جو اثر

ملي ٿو. هن راڳ ۾ مڌم ۽ نکاد کي مينڊ واري قانون مطابق آلاپڻ گهرجي، يعني سرن جي اشاري ۾ گنڌار گهٽ ۽ ڪمزور ڪري گلي جي رڳن کي استعمال ڪرڻ گهرجي.

هن راڳ جي آروهي: سا-ري-گي-پا-ڌي-سا، آمروهي: سا-ني-ڌي-پا-مي-گي-ري-سا، چالو: گي-ري-سا-سا-ري-سا-ري-سا-گي-ري-گي-ري-سا، سا- ري- سا- ني- ڌي- پا- سا- گي- ري- گي- ري- سا، سا-ري-گي- پا- گي- پا- گي-ري-سا-گي-ري-پا-گي-ري-گي-پا-ري-گي-ري-سا، پا- گي- ري- گي- ري- سا- ڌي-ري- سا- ڌي-پا- سا- ڌي- سا- گي- گي- ري- سا- ري-گي- ري- سا آهي.

**سڏ واهه** (ڊنڊ): هيءَ ڊنڊ ضلعي دادوءَ جي تعلقي دادوءَ ۾ سونا ٻنڊي ٻيلي ۾ واقع آهي. هيءَ ڊنڊ درياهه جي پراڻي واهه مان جُڙيل آهي. هيءَ ڊنڊ فشريز کاتي جي رڪارڊ ۾ آيل آهي ۽ هر سال نيلام ٿيندي آهي. هن ۾ تمام گهڻي مڇي ۽ پکي مرندا آهن.

سڏ واهه، درياهه جو پراڻو واهه آهي، جيڪو انگريزن جي دور تائين وهندو هو. هن واهه تي اوائلي زماني ۾ نار چڙهندا هئا ۽ هي واهه سيالن جي ڳوٺ تائين آبادي ڪرائيندو هو.

**سڏوجا** (ديهه): تعلقي پني عاقل، ضلعي سکر جي هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سڏوجا ڪچي ايراضي، فتح خان چاچڙ ۽ بهادر خان.

- هن نالي سان موري تعلقي ۾ هڪ ننڍو شهر موجود آهي.

**سڏور جو قبرستان**:هي قبرستان ضلعي سکر جي تعلقي صالح پٽ کان 44 ڪلوميٽر ڏکڻ اوڀر طرف ديهه ڪارتر ۾ واقع آهي. هن قبرستان ۾ اهرامي نموني جون قبرون موجود آهن. هن قبرستان جي آسپاس چئنل نمبر 186 نارا ڪئنال، ڳوٺ غلام محمد راڄڙ ۽ ٻيا ڪيترا ڳوٺ موجود آهن. هن قبرستان جي اولهه ۾ جمن پنيري جو ڳوٺ آهي ۽ قبرستان جي ڏکڻ طرف ڳوٺ جمعو راڄڙ آهي.

هي ماڳ، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس جي آرڪيالاجي شعبي جي موجوده سربراهه، ناميارا آرڪيالاجسٽ محترم مستور بخاريءَ يونيورسٽيءَ جي آرڪيالاجي ڊپارٽمينٽ جي ٽيم سان گڏجي مختلف ماڳن جي کوجنا واري سفر دوران جنوري 2001ع ڌاري ڳولي لڌو هو.

هن قبرستان واري ايراضيءَ ۾ ڪوٽڏيجي ڪلچر کان وٺي تاريخ کان اوائلي دؤر جون رهتون ۽ وٿون مليون آهن. اهي پراڻيون رهتون واريءَ جي دڙن، پٽن، ٽڪرين جي لاهين ۽ دڙن جي صورت ۾ موجود آهن.

هن قبرستان ۾ 135 قبرون موجود آهن، جيڪي معلوم ٿئي ٿو ته هٿ جي ٺهيل سرن سان جوڙيون ويون آهن. پر قبرستان جي اوسي پاسي ۾ سرن پچائڻ واري ڪنهن به ڪوريءَ جا آثار نه مليا آهن. استعمال ۾ آيل سرون ساديون، سڌيون، وڏيون ۽ مستطيل شڪل جون آهن. اهي سرون هڪٻئي جي مٿان سٽي، اهرام جي شڪل ۾ قبرون ٺاهيون ويون آهن.

هن وقت هي قبرستان ماڻهن جي استعمال هيٺ نه آهي. هن قبرستان جون قبرون گهڻو ڪري چورس ٿلهي تي ٺهيل آهن. انهن قبرن مان هڪ قبر جي ٿلهي جي ڊيگهه اٽڪل 3.10 ميٽر آهي ۽ ان جي ويڪر 2.20 ميٽر آهي. اڪثر ٿلهن کي چئني ڪنڊن وٽان هڪ هڪ پيل پائو ڏنو ويو آهي، جڏهن ته انهن جي پاسن کان هڪ پيل پائو ڪڻ جي شڪل ۾ ٺهيل ملي ٿو. هر قبر هڪ ننڍڙي اهرام جهڙي لڳي ٿي. هڪڙيءَ قبر ۾ 60 سرن جا ٻار ڏنا ويا آهن. قبرن جي اوساري هيٺان ويڪري ۽ مٿان سوڙهي ڪري قبرن کي اهرام جي نموني ٺاهيو ويو آهي. ڪن قبرن جي مٿان پٿر ۽ ڪن قبرن جي مٿان ٺڪر جا يادگار ٺاهيا ويا آهن، جن تي خاص ڪري سنڌي آرٽ، جهڙوڪ: اجرڪ ۽ ڪيس وغيره چٽيل نظر اچن ٿا.

سنڌ ۾ لاڙ واري حصي ۾ پٿر جون قبرون ۽ ڪوهستان واري علائقي ۾ گول يا چڪليءَ واريون قبرون ۽ برفتن جون اهرامي طرز تي ٺهيل قبرون ملن ٿيون، پر هن قبرستان جون قبرون اڃا به مختلف نموني جون ٺهيل آهن، جيڪي سادي مٽيءَ مان هٿ جي ٺهيل سرن جون ٺهيل آهن، جن تي سج، چنڊ ۽ گل ٻوٽا چٽيا ويا آهن.

**سڏن مٿي سڏڙا** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي نامور ليکڪ علي احمد بروهيءَ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ متفرق مضمون شامل آهن. ڪتاب جي شروعات ۾ ليکڪ پنهنجي زندگيءَ متعلق هڪ مضمون لکيو آهي، ان کانپوءِ سنڌي ٻولي، سنڌي لوڪ ادب، سنڌ جون رسمون ۽ رواج، سنڌي عورت، اسان جا رهبر ۽ رهنما، شڪارپور جيئن مون ڏٺي ۽ ٻڌي، ناني هنگلاج جهڙا مضمون شامل آهن. ان کان سواءِ هن ڪتاب ۾ مختلف شخصيتن: وتائي فقير، ڀائي جندارام، علامه آءِ آءِ قاضي، ڀائي ڪنوررام، مولانا عبدالغفور سيتائي، سردار محمد ايوب خان کوڙائي، سيد جمال الدين بخاري، امير محمد خان نواب آف ڪالا باغ ۽ عابده پروين بابت مضمون شامل آهن.




ڪتاب جي آخري حصي ۾ ڪجهه مزاحيه مضمون شامل ڪيا ويا آهن، جن ۾ عثمان حجم جو روزو، اهو سون ٿي گهوريو جو ڪن ڇني، ملان دينو ۽ ٻيا شامل آهن.

176 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب سنڌي ساهت گهر حيدرآباد 1996ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جو ڪچي جلد سان ملهه 70 رپيا ڄاڻايل آهي.

**سڏونت سارنگا**: هي ٽرجو هڪ مشهور لوڪ عشقيه داستان آهي ۽ پهرين عيسوي صديءَ جي دور سان تعلق رکي ٿو جڏهن ڀاري نگر تي راجا ساليواهن راڄ ڪندو هو. ڪيس سڏونت نالي هڪ پٽ هو. ان زماني

۾ پاري نگر ۾ اوسواڙ ذات جا جين رهندا هئا، جيڪي وڏا مالدار هئا. انهن ۾ سيٺ پرمشا نالي هڪ ارب پتي شخص رهندو هو. جنهن کي سارنگا نالي هڪ خوبصورت ڌيءَ هئي. سيٺ پرمشا جڏهن سارنگا کي پڙهڻ لاءِ مڪتب موڪليو، ته رستي ۾ سندس ملاقات سڏونت سان ٿي وئي، ٻئي جڻا هڪٻئي جي نينهن ۾ اڙجي ويا. سارنگا کي سڏونت سان گهرو عشق ٿي پيو. سارنگا جي اسڪول ۾ هڪ باغ هوندو هو. جنهن کي شاگرد واري واري پاڻي ڏيندا هئا. جنهن ڏينهن سارنگا جي پاڻي ڏيڻ جو وارو هوندو هو، اُن ڏينهن تي سڏونت به اچي ويندو هو ۽ ٻئي ڪچهريون ڪندا هئا. سارنگا جڏهن سورهن سالن جي ٿي ته سندس مائٽن اُجين نگريءَ جي هڪ سيٺيي سان ڪيس پرڻائي ڇڏيو. اُجين نگريءَ جو سيٺيو روپاشا جڏهن ڄڃ وٺي پرڻجڻ آيو ته سارنگا اٽڪل ڪري، چؤنريءَ جا چار ڦيرا پنهنجي هڪ داسيءَ کان ڏياريا ۽ پاڻ سڏونت سان ملڻ لاءِ نڪري وئي. سارنگا کي سڏونت ملي نه سگهيو، جنهنڪري هن سڏونت لاءِ نياپو ڇڏيو ته ’سڏونت ساڻس ديويءَ واري مندر ۾ رات جو اچي ملي، جتان سارنگا کي پوڄا پاٺ ڪري، ڄڃ سان روانو ٿيڻو هو. سارنگا جو نياپو ملڻ سان ئي سڏونت سڄ لٿي کان ديويءَ جي مندر ۾ اچي ويهي رهيو. ڪافي وقت گذرڻ ڪانپوءِ سارنگا وچن موجب نه پهتي، سڏونت بيچينيءَ ۾ ننڊ ڦٽائڻ واري ڦڪي کائڻ بدران ننڊ ڏيارڻ واري ڦڪي کائي ننڊ ۾ الوٽ ٿي ويو. ڪجھ ساعتن کان پوءِ سارنگا به ڇيرن جي ڇم ڇم ڪندي آئي، سڏونت کي اُٿارڻ جي ڪوشش ڪيائين، پر سڏونت ننڊ جي ڦڪي کائي سُتو هو. ان ڪري سارنگا مايوس ٿي هڪڙي ڳاھ لکي سڏونت پرسان رکي، ڄڃ سان اُجين نگري رواني ٿي وئي. صبح جو جڏهن سڏونت کي سجاڳي ٿي ته پنهنجي ناداني‌ءَ جو وڏو ارمان ٿيس، پر پوءِ سارنگا جو لکيل ڏس پتو ڏسي، جوڳيءَ جو ويس ڪري، گهوڙي تي چڙهي نڪري پيو.

سارنگا ڄڃ سان گڏ جن رستن تان گذرندي وئي، اُتان سڏونت لاءِ پنهنجا ڏس پتا اشارن ۾ ڇڏيندي وئي، هڪ جاءِ تي هڪڙو ريهاري مينهن ڌڻي رهيو هو. سارنگا جو حسن ڏسي حيران ٿي ويو ۽ ڪير چؤنريءَ مان ٻاهر وهڻ لڳس، ان تي سارنگا چيس ته:

پاراٿي را رائيڪا، ٿارو ڏوڌ ڍوڙاڻو جاءِ،

سڏونت آئي ايم ڪهي، سارنگا روتي جاءِ.

(اي پاري نگر جا رهندڙ! تون اڪيون ڦاڙي نه نهار، تنهنجو کير هارجي رهيو آهي، مهرباني ڪري سڏونت اچي ته ڪيس چئجان ته سارنگا روئندي پئي وڃي.)

سارنگا جي ڄڃ هڪ هنڌ هلي ٻير جي هڪ وڏي وڻ هيٺان منزل ڪئي. سڏونت جيڪو پويان آيو پئي، سو وجھ وٺي اڌ رات جو ان وڻ تي چڙهي ويهي رهيو. سڏونت سارنگا کي ڏسي روئي ڏنو سندس اکين مان لڙڪ لڙي پيا ۽ هڪڙو لڙڪ وڃي سارنگا جي ڳل تي ڪِريو. تڏهن سارنگا چيو ته:

آنبو جهري آنبلي، پڇي نؤ سرو هار،

رس چس تو سب چکيا، ڪيئن روئين گينوار.

روپاشا جي پاءُ، يعني سارنگا جي ڏيراهي ٻول ٻڌي ورتا ۽ صبح جو روپاشا کي چيائين ته:

ڪانچوئو ڪس مئيو، سارون پراڻو سري،

ويرا، مين تنا برجيو پاپي ناھ ڪُسري.

(اي پاءُ، پاپيءَ جي پاڻ وارو ڪپڙو، ريشمي وڳو سمورو سرن سان پريو پيو آهي، مون کي سمجھ ۾ اچي ٿو ته پاپي خيرن سان ناهي.)

سارنگا جڏهن ڏير جي واتان اهي جملا ٻڌا ته چيائين:

ٻودو ڪپڙو ٻھ رنگو، سبڻ وارو اڍنگ،

ٿڙ ٿڙ ٽانڪا ٽُٽيا، آرس موڙيندي انگ.

(منهنجو پاڻ وارو ڪپڙو گهٽن ڏينهن جو سڙيل آهي، ٻيو وري سبڻ وارو درزي اڍنگو هو، آرس موڙيندي ٽانڪا ٽُٽي پيا، تنهنڪري ڪپڙن ۾ سَرَ آهن.)

ڪجھ وقت ۾ ڄڃ اُجين نگريءَ پهتي، سڏونت به ڄڃ پٺيان اُجين نگريءَ وڃي پهتو. سڏونت اُجين نگريءَ ۾ جوڳين جو ويس ڪري، سارنگا جي ساهرن جو ڏس پتو پڇائي، سندس دروازي تي اچي ٻڪيا لاءِ صدا هنيائين. سارنگا سندس صدا ٻڌندي ئي موتين جو ٿالھ پري، در تي دان ڏيڻ لاءِ آئي ته سڏونت کي ڏسي، ٿالھ سندس هٿن ۾ رهجي ويو، ٻنهي جون نگاهون هڪ ٿي ويون. ٿالھ مان موتين جا داڻا ڪانوَ چُڳڻ لڳا. اهو لقاءُ روپاشا پنهنجي محل جي ماڙيءَ تان بيٺي ڏٺو. تنهن پنهنجي راڻي سارنگا کي چيو:

اس نگري مورڪ وسي، چتر وسي نه ڪوءِ،

ڪانگا موتي چُگ گيا، ڪُوڪ نه ڪري ڪوءِ

(هن نگريءَ ۾ رڳو مورڪ پيا وسن، ڪو به سياڻو نه آهي. ڪانو موتي چڳي ويا آهن ۽ ڪو دانهن به نه ٿو ڪري.)

جنهن تي سارنگا چيس:

اس نگري چتر وسي، مورڪ وسي نه ڪوءِ،

ٻاراتڻ ري پريتڙي، ميت ميلاپو هوءِ.

ائين اُتي ٻنهي پريمين جو ساھ پرواز ڪري ويو ۽ سنڌ جو هي لوڪ عشقيه داستان هميشه لاءِ امر ٿي ويو.

**سَرَ** (Blyth’s reed): سَر جو ٻوٽو ڪارائتو ليکيو وڃي ٿو. ٻهراڙين ۾ چونئرا ۽ مَنهن جو ڇاڃو سرن جو اڏيو ويندو آهي. مال جا ڇنا ۽ لانديون پڻ سرن مان ڍڪيون وينديون آهن. سرن جي پن مان ٽوئا، نڪون، پرچ، تڏا، هٽ سان واءُ هٽڻ وارا وڃڻا، ساريون، ڪٽڪ توڙي ٻين شين وجهي رکڻ لاءِ ڇبا وغيره ٺهن ٿا. سَر جو ٻوٽو قد ۾ ڊگهو، خاص طور تي ٻنين ٻارن ۽ واهن جي ڪناري تي ٿئي ٿو سَر جي ڪاني گهٽي ڊگهي ٿئي ٿي. سَر به سارين وانگر نسرندو آهي. اِچا اِچا ڪپھ جهڙا گل جڏهن پچي ٻڃ جي قابل ٿي ويندا آهن ته ان جي ڪاني به ٿُلهي ۽ طاقتور ٿيو پوي. سَر به سارين جيئن لڻجن ٿا. عظيم صوفي شاعر شاهه لطيف، سَر بابت هي من

وڻندڙ سٽون لکي سُرجي سونهن ۽ وجود جي تاريخ کي هميشہ لاءِ محفوظ ڪري ڇڏيو آهي:

سَر نسريا پانڌ، اتر لڳا آءَ پرين،
مون تو ڪارڻ ڪانڌ، سهسين سُڪائون ڪيون!



جڏهن اتر لڳڻ شروع ٿيندو آهي تہ سر بہ نسرڻ شروع ٿي ويندا آهن. شاهہ جي سر سامونڊيءَ جي وڻيءَ پنهنجي وڻجاري جي اوسيئڙي ۾ ڪيڏيون نہ اهم ڳالهيون ڪيون آهن. هڪ تہ سيارو اچڻ وارو ٿيندو آهي تہ اهي ئي ڏينهن انهن واپارين جي ورڻ جا بہ هوندا آهن، ٻيو تہ سر بہ تڏهن ئي نسرندا آهن، جڏهن اتر جون هوائون لڳڻ شروع ٿينديون آهن. ٽين ڳالهہ 'سهسين سڪائون ڪيون'، سڪائون باسڻ واري ريت؛ جي صدين کان اسان جي ڌرتي تي موجود هجڻ جي پٺائي تصديق ڪئي آهي.

سَرُ سنڌ ۾ ٿيندڙ عام ٻوٽو آهي. هي واهن، ڍنڍن، ڍورن، ڪنارن ۽ ڪڙن توڙي ٻنين جي ٻَنَن ۽ واٽن جي ڪپن تي قدرتي طرح ٻوڙي (ٽپ) جي صورت ۾ ڦُٽي اُسرندو آهي. هن جي تيلي کي ڪانو ۽ پن کي سَرُ چئبو آهي. ڪانو ڳُرين جي صورت ۾ ٿيندو آهي. هر هڪ ڳري اڌ فوٽ کان ڏيڍ فوٽ ڊگهي ٿئي. جنهن مان چنو، گهرجي ڇت، پٽرون، ان رکڻ جو گنديون ۽ ٻيو گهرو سامان تيار ڪندا آهن. سَرُ مان وري ٽوئا، پکا ۽ ٻهارا ۽ ٻيون شيون ٺاهيندا آهن.

**سُر**: سر هڪ موزون ۽ دلڪش آواز جو نالو آهي، جيڪو انسان جي گلي مان بہ نڪري سگهي ٿو تہ ڪنهن ساز وغيره مان بہ. انسان جي گلي اندر 22 تارون آهن، جن کي هندي زبان ۾ 'سرتيون' چئبو آهي. انهن سرتين مان هوا جي ذريعي ست سُر نڪرن ٿا، جن کي سرگم ڪري چوندا آهن. انهن سرتين جا مختلف سُر ٿين ٿا، جن لاءِ پنڊتن انهن کي نالا ڏنا آهن تہ جيئن اهي سڃاڻپ ۾ اچن:

(1) تيورا، (2) ڪمودتي، (3) مندرا، (4) چندوئي، (5) دياوتي، (6) رنجني، (7) رڪتڪا، (8) رودري، (9) ڪُروڌي، (10) وجريڪا، (11) پرسارڻ، (12) پريتي، (13) مارجني، (14) شربتي، (15) رتڪا، (16) سنديپي، (17) الاپني، (18) مدنتي، (19) روهني، (20) رميا، (21) اگرا، (22) کيرپٽي/ شروڌني.

پهرئين سُرجو نالو پنڊتن ڪرج رکيو جيڪو پراڻن گرنٿن ۾ چوٿين شرتي ڇندوتي آهي، جنهن کي 'سا' ڪري سڏجي ٿو ٻي شرتي رڪيتڪا، جيڪا ستون نمبر آهي، ان کي رکب سڏيو ويو ان جو درست نالو 'ريشبہ' آهي. سرگم ۾ ان کي 'ري' ڪري سڏيو وڃي ٿو اهڙي طرح نائين شرتي ڪروڌي کي پنڊتن گنڌار سڏيو جيڪا هاڻي 'گا' سڏجي ٿو تيرهين سرتي مارجني کي پنڊتن مڌم سڏيو جنهن کي سرگم ۾ 'ما' سڏجي ٿو. سترهين شرتي الاپني کي پنڊتن پنچم سڏيو ۽ سرگم ۾ 'پا' سڏجي ٿو اهڙي طرح ويهين شرتي رميا کي ڌيوت جو نالو ڏنائون، جيڪا سرگم ۾ 'ڌا' سان سڃاپجي ٿي. اهڙي طرح ٻاويهين شرتي شروڌني کي نکاد سڏيائون، جيڪا سرگم ۾ 'ني' سان سڃاپجي ٿي. انهن سرن جو نالو وٺي ڳائڻ کي سرگم چئجي ٿو انهن ستن سرن کي پراڻن توڙي نون پنڊتن شڌ سڏيو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي 'خالص/ پاڪ سر'. انهن ستن سرن ڪانسواءِ پنج سر ٻيا بہ آهن، جن کي 'وڪرت سر' چون ٿا. جيڪي هي آهن. وڪرت رکب، وڪرت گنڌار، وڪرت مڌم، وڪرت ڌيوت، وڪرت نکاد. وڪرت لفظ جي لغوي معنيٰ آهي، پنهنجي اصل جاءِ تان هٽيل سر. انهن مان چئن سرن کي هاڻي ڪومل ڪري سڏين ٿا. ڪومل لفظ جي لغوي معنیٰ آهي، ملائم يا نرم. اهي آهن، ڪومل رکب، ڪومل گنڌار، ڪومل ڌيوت ۽ ڪومل نکاد. اهي سر پنهنجي جاءِ تان ڪرن ٿا. باقي سر ڌيوت، اهو پنهنجي جاءِ تان ڪرڻ بجاءِ ڪجهہ شرتيون مٿي چڙهي ٿو ان کي تيور مڌم چئبو آهي. اصل لفظ 'تيبر' آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي 'تيز يا چڙهيل'. ڪومل سرن جي حساب سان ڪجهہ سر تيور بہ ٿين، جيئن تيور رکب، تيور گنڌار يا تيور مڌم. اهي وڪرت سر شڌ سرن جي وچ ۾ هوندا آهن. جيئن وڪرت رکب، ڪرج ۽ شڌ رکب جي درميان هوندو آهي. ائين وڪرت گنڌار رکب ۽ شڌ گنڌار جي درميان هوندو آهي.

ڪرج ۽ پنچم اچل سر ٿين، اچل جي معنيٰ آهي؛ 'هڪ هنڌ بيٺل سر' يا 'نہ چرندڙ سر'. انهن کي اچل سر ان لاءِ چئجي ٿو جو انهن جا وڪرت سر ڪونہ ٿين. ائين ڪونہ چئبو تہ انهن جو وڪرت ٿيڻ ناممڪن آهي، پر مروج سنگيت ۾ وڪرت ڪرڻ ڪو ضروري ڪونهي. هاڻي ڪل ملائي ٻارنهن سر ٿيندا، جيڪي هي آهن: (1) اچل، (2) وڪرت يا ڪومل رکب، (3) شڌ يا تيور رکب، (4) وڪرت يا ڪومل گنڌار، (5) شڌ يا تيور گنڌار، (6) شڌ مڌم، (7) وڪرت يا تيور مڌم (هن کي ڪڙو مڌم بہ چون)، (8) اچل يا شڌ مڌم، (9) وڪرت يا ڪومل ڌيوت، (10) شڌ يا تيور ڌيوت، (11) وڪرت يا ڪومل نکاد، (12) شڌ يا تيور نکاد.

هنن ٻارهن سرن کي سپتڪ ڪري سڏيو ويندو آهي، جنهن تي سڄي سنگيت جو دارو مدار آهي.

**سُرا (سُرو)**: قبل از مسيح زماني جي شراب جو هڪ قسم، جنهن کي سنڌ جا قديم ماڻهو واپرائيندا هئا. هن جي ٺاهڻ بابت رگ ويد ۾ لکيل ڪونهي، پر رگ ويد جي منڊل پهرئين (10، 191) ۾ انهيءَ شراب جي

ساڪ لکيل نہ آهي. پر ائين لکيل آهي تہ: ”سُرا پيئڻ جي علت اهڙي آهي، جهڙي جوا جي علت“. منڊل (6، 86) ۾ لکيل آهي تہ: ”سرا پيئڻ کانپوءِ ماڻهو بک ۾ پوندا هئا ۽ وقتي گناهہ جا ڪم ڪندا هئا.“ ڪاڪي ڀيرومل مهرچند آڏواڻي هن کي شراب ڪري مڃيو آهي، جڏهن تہ هڪ انگريز محقق وٽني جي خيال ۾ اهو بيئر (Beer) جو قسم هو. ٻئي انگريز محقق گيلڊنر جي مطابق اها ’برانڊي‘ (Brandy) هئي. سندس خيال موجب رگ ويد جي زماني ۾ جَوَنَ جا فصل ٿيندا هئا ۽ وسڪي يا بيئر ڳجھل جَوَنَ مان ناهي سگهجن ٿا، اهڙيءَ طرح ائين معلوم ٿئي ٿو تہ آڳاٽا سنڌي ماڻهو شراب جَوَنَ مان ناهيندا هئا. ان زماني ۾ شيشي جون بوتلون نہ هونديون هيون، تنهنڪري اهو شراب چمڙي جي ساندارين ۾ رکندا هئا، جن کي ’درتي‘ (Drti) سڏيو ويندو هو. روايت آهي تہ: ”ان زماني ۾ سنڌ ۾ جيترو شراب جو واهپو هو، شايد ايترو گجرات يا ٻين هنڌن تي نہ هوندو هو. رگ ويد جو ’سُرا‘ لفظ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ تائين عام هوندو هو. جنهنڪري شاهہ عبداللطيف ڀٽائي بہ پنهنجي رسالي ۾ هي لفظ ڪيترن ئي بيتن ۾ ڪم آندو آهي. پر سنڌيءَ ۾ اهو اُچار ڦري ’سَرو‘ ٿيو آهي:

سِپيءَ سي گهرن، جي واتيندڙ وچ ۾،
اوءِ ڪي پيو پڇن، ’سرو‘ جن سنباهيو.

**سراج:** سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ سان سچو عشق رکندڙ، ڏاهي دانشور، ڪهاڻيڪار، ناول نگار، محقق، قانوندان ۽ ماهر لسانيات ’سراج‘ جو پورو نالو سراج الحق ولد محمد يعقوب ميمڻ هو. هن 24 آڪٽوبر 1933ع تي ٽنڊي جام، ضلعي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. سندس والد محمد يعقوب ’نياز‘ ميمڻ وقت جو بهترين تعليمدان ۽ علم ۽ ادب سان اٿاهہ چاهہ رکندڙ شخص هو. سندس ترجمو ڪيل ’ديوان حافظ‘ سنڌي ادب ۾ يادگار حيثيت رکي ٿو، جنهن ۾ نہ رڳو حافظ شيرازيءَ جي زندگيءَ



جو تفصيل آهي پر سندس غزلن جو اونهو اڀياس ۽ لفظن جي معنيٰ بہ ڏني وئي آهي. سراج تي پنهنجي والد جي مزاج ۽ علميت جو گهرو اثر ٿيو ۽ شروع کان ئي لکڻ پڙهڻ سان واسطو رهيس. هن ابتدائي تعليم ڳوٺ مان وٺڻ کانپوءِ نور محمد هاءِ اسڪول مان ميٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو ۽ پوري يونيورسٽيءَ ۾ ٽين پوزيشن حاصل ڪئي. سندس تعليم بي. اي (آنرس)، ايم. اي (ايڪنامڪس) ۽ ايل. ايل. بي هئي. سراج ملازمت جي ابتدا محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي پريس ۾ ڪم ڪرڻ سان ڪئي، جتي هو پروف ريڊنگ ۽ ترجمي جو ڪم ڪندو هو. جتان 1953ع ۾ ’سنڌي ادبي بورڊ‘ ۾ نوڪريءَ لاءِ کيس سنڌ جو برک ڏاهو محمد ابراهيم جويو وٺي آيو ۽ 1955ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جو اسسٽنٽ سيڪريٽري مقرر ٿيو 1957ع ۾ سي. ايس. ايس. جو چٽاپيٽيءَ جو امتحان پاس ڪري انڪم ٽيڪس کاتي ۾ آفيسر مقرر ٿيو ۽ سندس جاءِ تي شمشير الحيدري، سنڌي ادبي بورڊ ۾ آيو. سراج صاحب کي جنرل يحيٰ 1969ع ۾ جبري طور 303 ٻين صف، جي سنڌي آفيسرن سان گڏ ملازمت مان رٽائر ڪيو. سندس خلاف الزام مان مکيہ سرڪاري ملازمت ۾ هوندي قومپرست ۽ ترقي پسند ادبي تحريڪن ۾ حصو وٺڻ ۽ قوميت جي موضوع تي لکڻ هو. ان کانپوءِ ڪجهہ وقت وڪالت ڪيائين ۽ ڪامياب وڪيل رهيو. 1971ع ۾ ڪراچيءَ مان ’هلال پاڪستان‘ اخبار جو اجراءِ ٿيو جنهن ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي کيس ايڊيٽر مقرر ڪيو. هن اخبار ذريعي سراج، جديد صحافت ۾ نوان ۽ اڇوتا لاڙا آندا. ان تي کيس سنڌي جديد صحافت کي ٽئون جنم ڏيارينڊڙ‘ چيو وڃي ٿو. هن امر جليل، فقير محمد لاشاري، نصير اعجاز، هدايت منگي، جي. اين. مغل، دستگير ڀٽي ۽ ٻين کي ڪالم نگاريءَ ۽ صحافت جي ميدان ۾ متعارف ڪرايو. 1977ع ۾ ضياءُ الحق جي دور ۾ هن فوجي حڪومت کان ڊڪٽيشن وٺڻ کان انڪار ڪندي، هلال پاڪستان مان استعيفا ڏني ۽ واپس وڪالت جي شعبي سان لاڳاپجي ويو ۽ عمر جي آخري عرصي تائين سپريم ڪورٽ جو سينيئر وڪيل رهيو. انڪم ٽيڪس قانون تي سندس مهارت سبب کيس ان مضمون جي ميدان ۾ ’انسائيڪلوپيڊيا‘ چيو ويندو هو. ذاتي زندگيءَ ۾ کيس ٽن پٽن: ارشد سراج، امجد سراج ۽ نويد سراج جو اولاد ٿيو.

سراج، سنڌي ادب جي هڪ گهڻ پاسائين شخصيت رهيو. سندس ڪهاڻين جو پهريون مجموعو 1961ع ۾ ’اي درد هلي آ‘ جي نالي سان شايع ٿيو ۽ ٻيو مجموعو ’اُلون ماڻهو‘ 1985ع ۾ شايع ٿيو. جديد سنڌي ادب ۾ سراج سڀ کان وڌيڪ تخليقي ناول لکيا ۽ هي اهو پهريون سنڌي ليکڪ هو، جنهن ٽن ناولن تي ٻڌل ’پياسي ڌرتي رمندا بادل‘ جي نالي سان سنڌي ادب جي پهرين ٽرائلاجي لکي. سراج، سنڌ جي تاريخ کي افسانوي انداز ۾ پڙهڻ جو شوق پيدا ڪيو، جن سنڌ جي تاريخ اڳ ۾ ڪانہ پڙهي هئي، تن سراج جا ناول پڙهي پوءِ سنڌ جي تاريخ ۾ دلچسپي ورتي. سراج جو پهريون جڳ مشهور ناول ’پڙاڏو سوئي سڏ‘ 1979ع ۾ ڇپيو. هي ناول سنڌ تي ارغونن ۽ ترخانن جي ڪهري دور جي تاريخ کي افسانوي انداز ۾ پيش ڪري ٿو. سندس ٻيو ناول ’مرڻ مون سين آ‘ 1988ع ۾ ڇپيو. ان کانسواءِ ’منهنجي دنيا مرگهہ ترشنا‘، ’منهنجي دنيا هيڪل وياڪل‘، ’تنهنجي دنيا سڀ رنگ سانول‘ سندس اهم ناول آهن، جن جي بعد ۾ ٽرائلاجي ’پياسي ڌرتي رمندا بادل‘ عنوان سان شايع ٿي. سراج ڪيترائي ڊراما بہ لکيا، جن وڏي مقبوليت ماڻي، جن ۾ ’اڪبر جي حياتيءَ جو هڪ ڏينهن‘ (نورا رچرڊس جي ڊرامي جو ترجمو)، ’گهاتو گهر نہ آئيا‘ (شاهہ جي سر گهاتوءَ تي ٻڌل ناٽڪ)، ’جر ۾ ڦوٽو جيئن‘، ’پوڇا ڏنم پير، ڊڪٽي مٽي ڊول جا‘، ’تنهنجي تند تنوار‘ (سر ڀيرويءَ تي ٻڌل آزاد نظم ۾ ناٽڪ) ۽ ’پروفيسر‘ وغيره شامل آهن. هڪ مترجم جي

حيثيت سان هن 'چين جي هارين کي زمين ڪيئن ملي'، 'چونڊ آمريڪي افسانا' (غلام رباني ۽ سان گڏ)، 'ڏکڻ مان ٿو سج ايري' (ڪرشچندر جو ناول) ۽ ڊاڪٽر ايس. پي ڇبلاڻيءَ جي ڪتاب: Economic Conditions in Sindh (1595-1984) جو ترجمو 'سنڌ جي اقتصادي تاريخ' جا ترجما ڪيا. سندس ناول ۽ افسانن جا مجموعا، افسانوي ادب ۾ تمام گهڻي اهميت جا حامل آهن. سراج پنهنجي صحافتي زندگيءَ ۾ روزاني هلال پاڪستان جو ايڊيٽر رهڻ دوران اهم مسئلن تي ايڊيٽوريل لکڻ کانسواءِ 'رتيءَ جي رهاڻ' ۽ 'ملان جي ڊوڙ' ۽ جاڳو اخبار ۾ 'سياسي منظرنامو' جي سري سان سوين مضمون ۽ ڪالم لکيا. هن س. م. لاهوتيءَ جي نالي سان به ڪافي مضمون ۽ ڪالم لکيا. سراج شاعري به ڪئي، ابتدا ۾ هو 'بسمل' تخلص ڪم آڻيندو هو. سندس مختصر شعري ذخيري (collection) ۾ پنج ڪن گيت، هڪ نظم، ٻه منظوم ترجما ۽ پنج آزاد نظم ملن ٿا، جن ۾ 'پريم پارڪ ۾ ....'، 'بازگشت'، 'اندر سپا'، 'ياد جا تابوت' ۽ 'ڪراچي' آزاد نظم مشهور آهن. ڪراچي نالي تاريخي آزاد نظم هو، جيڪو هن ڪراچيءَ جي سنڌ کان ڌار ڪري وفاق حوالي ڪرڻ جي موقعي تي لکيو هو.

لسانيات جي حوالي سان سندس اهم تصنيف 'سنڌي ٻولي' 1964ع ۾ ڇپيو، جنهن سنڌي ادب ۾ ٻوليءَ جي ارتقا جي حوالي سان نوان بحث ڇيڙيا. هن ڪتاب ۾ پهريون ڀيرو هن سنڌ جي ٻين عالمن سان اختلاف ڪندي سنڌي ٻوليءَ کي سنسڪرت مان نڪتل زبان، دراوڙي ڪُل جي زبان ۽ 'سامي سٽ' جي زبان وارن نظرين ۽ مفروضن کي رد ڪيو ۽ سنڌي ٻوليءَ کي سنڌ جي اصلوڪي ۽ بنيادي ٻولي قرار ڏنو. سندس راءِ کي شروع ۾ جن عالمن قبول نه ڪيو هو، تن به تحقيق بعد آخر ۾ اچي ساڳي ڳالهه ڪئي. هن ڪتاب کي 'پاڪستان رائيٽرس گلڊ' پاران انعام پڻ مليو ۽ 2009ع ۾ هن ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ٻيو ڇاپو ۽ انگريزي ترجمو پڻ شايع ٿيو، جيڪو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ 2009ع ۾ شايع ڪيو. سراج، زندگيءَ جي آخري سالن ۾ ٻه انگريزي ڪتاب لکي مڪمل ڪيا.

(1) History of Sindh and Sindhi Language

(2) Biography of an Unknown Sindhi.

جن مان پهريون ڪتاب اشاعت هيٺ آهي.

سنڌ جي هن عاشق ۽ باوقار اديب ۽ عالم، 2 فبروري 2013ع تي اسُر ويل، دل جي دوري سبب نيشنل ميڊيڪل سينٽر ڪراچيءَ ۾ لاڏاڻو ڪيو. کيس 4 فيبروريءَ تي گِزري قبرستان، ڊفينس، ڪراچيءَ ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو، جتي سندس والد ۽ ننڍو ڀاءُ دفن ٿيل آهن.

**سراج الدوله، نواب**: سراج الدوله جو اصل نالو مرزا محمد هو. سراج الدوله جو لقب ان کي بهار، بنگال ۽ اڙيسا جي ناظم اعليٰ ۽ سندس ناني نواب علي وردي خان ڏنو، جنهن ڪانپوءِ هو پنهنجي اصل نالي بجاءِ لقب سان گهڻو مشهور ٿيو. نواب علي ورديءَ کي پٽاڻو اولاد نه هو. ان ڪري هن پنهنجي ڏوهٽي کي پنهنجي اولاد وانگر پاليو ۽ بهترين تعليم ۽ تربيت ڏياري. 1748ع ڌاري درڀنگي جي پٺاڻن سراج الدوله جي والد کي ماري



وڌو ته هن جي ناني سراج الدوله کي سندس والد جي جاءِ تي بهار جو ناظم مقرر ڪري ڇڏيو. ان ڪانپوءِ پنهنجي زندگيءَ ۾ ئي سندس ناني هن کي پنهنجو جانشين (ولي عهد) مقرر ڪيو. پنهنجي ناني جي وفات ڪانپوءِ سراج الدوله تخت تي ويهڻ سان ئي پورينه جي فوجي اڳواڻ پنهنجي سوٽ شوڪت جنگ تي حملي لاءِ تياري ڪئي، پر شوڪت 'جنگ' انگريزن جي پٺڀرائي ڪئي، جنهنڪري نواب سراج الدوله فورٽ وليم ڏانهن واجهايو. ان دور ۾ يورپي ماڻهن کي بنگال ۾ پنهنجي قبضي هيٺ آيل علائقن ۾ قلعي بنديءَ جو حق نه هو. ليڪن انگريزن ڪلڪتي جي قلعي تي قبضي ڪرڻ ڪانپوءِ پنهنجا فوجي منصوبا جاري رکيا. هوڏانهن ڍاڪا جي ديوان جي پٽ ڪرشن کي به پنهنجي حفاظت ۾ رکيو، حالانڪ ان تي خزاني جا 55 لک روپيا ڦٻائڻ جو الزام هو. نواب ان موقعي تي فورٽ وليم جي گورنر ڏانهن پنهنجي نمائندي هٿان هي مطالبا موڪليا ته فورٽ وليم ڪائونسل قلعه بنديءَ ۾ واڌارو جلدي بند ڪري، مرهٽا خندق، جا شهر جي چوڌاري کوٽي وئي آهي، سا جلد پوري بند ڪئي وڃي ۽ ڪرشن داس کي واپس ڪري. انگريزن اهي ٽئي مطالبا مڃڻ کان نابري واري. جواب ۾ نواب هگلي بندرگاهه تان انگريزن جي جهازن جي اچ وڃ تي پابندي هڻي ڇڏي ۽ قاسم بازار فيڪٽريءَ جو گهيرو ڪرائي ڇڏيو. پوءِ ڪجهه ماڻهن وچ ۾ پئي انگريزن ۽ نواب ۾ ٺهراءُ ڪرائڻ جي گهڻي ئي ڪوشش ڪئي، پر انگريز فائدو وٺڻ بعد پنهنجن واعدن ۽ اقرارن تان ڦري ويا ۽ ڊريڪ، پنهنجي فوج تيار ڪري سڪ ساگر ۽ قلعي ڏانهن رواني ڪئي. انگريزن جي ان فوج ٻنهي جاين تي نواب جي فوجن کان شڪست کاڌي ۽ نواب خود ٽيهه هزار سپاهين سان فورٽ وليم جي سامهون آيو. ٻنهي فوجن وچ ۾ سخت جنگ ٿي، انگريز دستا ميدان ڇڏي ڀڄي ويا. انگريزن پنهنجا ٻار ٻچا جهازن ذريعي محفوظ هنڌن ڏانهن روانا ڪيا ۽ نيٺ ڊريڪ خود به ڀڄي ويو. ان ڪانپوءِ ان جي جاءِ تي هال ويل آيو ۽ نواب سان صلح جو اعلان ڪيائين ۽ انگريزن جي سڀني فوج هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ نواب آسانيءَ سان فورٽ وليم تي قبضو ڪري ورتو. ان ڪانپوءِ نواب سراج الدوله، راجه رام نارائڻ جي مدد سان پنهنجي سوٽ شوڪت جنگ کي منهاري جي ميدان تي شڪست ڏني، جنهن ۾ شوڪت جنگ مارجي ويو. ان ڪانپوءِ نواب جي فوجن ڪلڪتي ۽ پورينه جو علائقو به فتح ڪري ورتو، پر اندر ۾ ٻاهرين دشمنن پنهنجون سازشي سرگرميون جاري رکيون. ان دوران مدراس مان ڪرنل ڪلائيو ۽ واسٽن پنهنجي بري ۽ بحري فوجن

سان مختلف علائقن تي قبضا ڪرڻ لڳا. راجا ماڻڪ رام جهڙي ماڻهوءَ به انگريزن جي خلاف ڪا به رڪاوٽ پيدا نه ڪئي، اهو ڏسي انگريز ڪلڪتي تي قبضو ڪري ويا. جڏهن نواب سراج الدل ڪلڪتي ڏانهن وڃڻ چاهيو ته ميرجعفر، ورلي رام ۽ جڳت سيٺ جهڙن قوم ۽ ملڪ جي غدارن انگريزن کي ڳجها پيغام پهچائڻ شروع ڪيا. ٻئي طرف احمد شاهه ابداليءَ جي حملي جي خبر به نواب کي پريشان ڪرڻ ۾ ڪا ڪسر نه ڇڏي، تان جو نواب مجبور ٿي فبروري 1757ع ۾ معاهده علي ڳڙهه تي دستخط ڪري ڇڏي، جنهن موجب بنگال جا سمورا فتح ٿيل علائقا وري انگريزن کي ملي ويا. ان ڪانسواءِ ڏنڊ طور انگريزن کي پنهنجو سڪو جاري ڪرڻ ۽ قلعه بندين جا حق به ڏيئي ڇڏيا. ان جي باوجود صلح عارضي ثابت ٿيو ۽ پنجن مهينن ڪانپوءِ معاهدو ختم ٿي ويو. آخرڪار گهڻين ڳالهين ڪانپوءِ نواب هڪ وڏو لشڪر وٺي ڀاڳيرتي نديءَ وٽ اچي لٿو، جنهن ۾ وڏو حصو وڏي غدار ميرجعفر جي اثر هيٺ هو. انگريزن نواب جي لشڪر جو گهيرو ڪيو ۽ ميرجعفر جي غداريءَ سبب نواب جو خاص متعمد مريد ميرمدن: نمڪ حلاليءَ جو حق ادا ڪندي وڙهندي وڙهندي شهيد ٿي ويو. شام تائين نواب کي ميرجعفر جي غداريءَ جي سڌ به پئجي وئي، تان جو نواب پنهنجي جان بچائي مرشد آباد هليو ويو. ميرجعفر انگريزن جو استقبال ڪيو ۽ پلاسيءَ جي هيءَ جنگ پنهنجي پڄاڻيءَ تي پهتي. ان ڪانپوءِ ميرجعفر سراج الدوله کي گرفتار ڪري تمام گهڻو ايذائي مارائي ڇڏيو.

**سراج الدين شاهه:** سيد سراج الدين شاهه ولد شيخ شهدالله نصرپور جو رهاڪو هو. پاڻ مخدوم بهاؤالدين ذڪريا ملتانيءَ جي اولاد مان ۽ بکيرن جي شيخ فاضل قريشيءَ جو ڏهٽو هو. هي صوفي شاهه عنايت شهيد جو وڏو مخالف هو. جنهن وقت صوفي شاهه عنايت کي شهيد ڪيو ويو، ان وقت هي پاڻ شاهي دربار دهليءَ ۾ هو ۽ صوفي شاهه عنايت کي شهيد ڪرائڻ ۾ سندس وڏو هٿ هو.

ميرعلي شير قانع ٺٽوي پنهنجي ڪتاب 'تحفة الڪرام' ۾ لکي ٿو ته شاهه سراج الدين ڪافي پيري مريدي پيدا ڪري بادشاهه جي دربار ۾ عزت حاصل ڪئي ۽ شاهه عنايت شهيد سان جهوڪ جي جنگ جي شروعات ڪئي. دهليءَ ۾ رهي ڪري هن هر طرح صوفي شاهه عنايت خلاف هل هلايو ۽ بادشاهه کي ورغلايو هو. هن سان گڏ سندس پٽن فاضل شاهه ۽ مهر شاهه گڏجي: شاهه عنايت جي سخت مخالفت ڪئي. ايتري قدر جو سندس هڪ پٽ خاص طور بکر ۾ انهيءَ ڪري آيو ته جيئن اتي به شاهه عنايت شهيد جي خلاف مهم هلائي سگهجي.

**سراج جو ٽڪر:** سراج جو ٽڪر، ڪوٽڏيجيءَ کان 3 ميل پري نارا روڊ لڳ آهي. اين شاهه کان ڏسڻ ۾ اچي ٿو هن ٽڪرون درياهه وهندو هو. هي ٽڪر سنڌ جي قديم آثارن ۾ شامل آهي هتان کوٽائيءَ مان سونيون پتليون ۽ سنگ مرمر جا پتلا هٿ آيا آهن.

**سراج: سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو اهڃاڻ(ڪتاب):** نامور عالم ۽ لسانيات جي ماهر سراج ميمڻ جي وفات ڪانپوءِ اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيل مقالن، تاثرن ۽ ڪجهه لکايل مضمونن تي مشتمل هيءُ ڪتاب خالد چانڊيي جو ترتيب ڏنل آهي، جيڪو سرسوتي ساهت گهر، ڏوڪريءَ طرفان اپريل 2013ع ۾ ڇپايو ويو آهي. ڪتاب جو انتساب اردو زبان جي ناميار ترقي پسند اديب مظهر جميل جي نالي ڪيو ويو آهي، جنهن 'جديد سنڌي ادب' جهڙو ڪتاب لکي سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي اهم خدمت ڪئي آهي. هن ڪتاب ۾ سراج جي ڪيل خدمتن ۽ زندگيءَ تي 23 مضمون شامل آهن.




ڪتاب ۾ شامل مضمونن ۽ تاثرن جو تفصيل هن ريت آهي:

(1) علم جو روشن چراغ: سراج هڪ ياد، هڪ تاثر: گل محمد عمراڻي
(2) سراج منهنجو بهترين دوست: سوڀو گيانچنداڻي
(3) سراج ميمڻ: هڪ ڀرپور شخصيت: هيرو ٺڪر
(4) سراج سان لاڳاپيل يادگيريون: عبدالحميد آخوند
(5) سراج جو جديد سنڌي صحافت ۾ ڪردار: جي. اين. مغل
(6) سدا اُڀريا سنڌ ۾، آنديءَ جئن انسان: مدد علي سنڌي
(7) سراج الحق ميمڻ، سنڌ جو قومي هيرو: آفتاب ابڙو
(8) سراج منهنجو دوست، منهنجو ڀاءُ: امر جليل
(9) سراج: جديد صحافت جو باني ڪار: نصير اعجاز
(10) تنهنجي دنيا سڀ رنگ سانول: عمر قاضي
(11) سراج الحق ميمڻ: اعليٰ اديب ۽ قداور شخصيت: بيدل مسرور
(12) سراج الحق ميمڻ: جديد صحافت جو باني: محمد خان سيال
(13) سراج الحق ميمڻ جي زندگيءَ تي هڪ نظر: تاج جويو
(14) سون جهڙو ماڻهو سراج: علام نبي مغل
(15) سراج هليو ويو: ڊاڪٽر سليمان شيخ
(16) سراج جون ڪجهه ڳالهيون، ڪجهه يادون: شيخ عزيز
(17) سنڌ کي غير معمولي ناول ڏيندڙ سراج: رڪيل مورائي
(18) سنڌي ادب جو ديومالائي ڪردار: نصير سومرو
(19) سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جو خدمتگار سراج: وزير فرهاد سولنگي
(20) اڇو ته سراج صاحب جي زندگيءَ کي ملهايون: ڊاڪٽر ايوب شيخ
(21) سراج ۽ سندس ڪم جي ڇنڊڇاڻ: اسحاق مگريو
(22) سنڌي لسانيات جي ماهر کي سلام: ڊاڪٽر ڪمال جامڙو
(23) سراج الحق ميمڻ: روشن خيال تحريڪ جون سونهون: رئوف عباسي

ڊيمي سائيز جي 112 صفحن تي مشتمل ڪچي جلد سان هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سراج ڪمانگر:** شڪارپور جي مشهور ماهر ڪاريگر سراج ڪمانگر 1932ع ڌاري جنم ورتو. هن جا وڏا اڍائي سؤ سال اڳ ايران جي شهر شيراز مان لڏي اچي شڪارپور ۾ وينا هئا. انهن جو باقي خاندان شهدادڪوٽ، لاڙڪاڻي ۽ ملتان ۾ آباد آهي. شڪارپور ۾ صرف هنن جو اڪيلو گهر رهي ٿو. هن جا وڏا طب ۽ هڏن جي جوڙجڪ وارو ڪم ڪندا هئا. هن جو والد غلام محمد طب ۽ هڏن جي بيمارين جو وڏو ماهر هو. ڪانئس اهو ڪم ورثي ۾ مليو ۽ هي ڪم ڪندي وڏو ڪاريگر بڻجي ويو ۽ شڪارپور جي اڪثر تاريخي مسجدن توڙي عمارتن ۾ رازڪي، چِتسالي ۽ گلڪاريءَ جو ڪم سراج جو ئي ٿيل آهي. خاص طور تي سکرجي بسم الله مسجد ۽ مينارا مسجد توڙي شڪارپور جي گهڻا گهرجي مٿئين قبي وارو ڪم ٿيل آهي. هي انهيءَ ڪم ۾ مختلف اوزار استعمال ڪندو هو جن ۾ ننڍو مانجالو، وڏو مانجالو، قلم، قئنچي، تيشو، چاقو ۽ ڪرني شامل آهن. سراج ڪمانگرجي هٿن ڪيترائي چٽ چٽيا آهن. هي هڪ محنتي ۽ ايماندار انسان آهي. سچي زندگي خودداريءَ سان گذاريائين. جيترو پورهيو ڪندو هو، اوترو اجورو وٺندو هو. سراج ڪمانگر پنهنجي سموري زندگيءَ جي ڪمائي پنهنجي گهرواريءَ جي علاج تي صرف ڪئي. هي هن وقت 82 سالن جي عمر ۾ به پنهنجا ارادا پختا رکي ٿو. سندس اولاد پڻ صالح آهي، جو سندس چاڪري وغيره ٿئي ٿي.

**سراڏيا** (ٻوٽو): هي ٻوٽو سنڌ جي اڪثر علائقن ۾ ٿئي ٿو. هن ٻوٽي جو قد 10 انچن تائين ڊگهو ٿئي ٿو. هي سخت زمين ۾ ٿيندو آهي. ڏانڊي ۽ ٽارين ۾ انچ ڏيڍ جي وٿي تي نرم ٻري وارا گول ٽونئر ٿيندا اٿس. ٽونئرن وٽان پن نڪرندا آهن. هن ٻوٽي جا پن ننڍا، سنها ۽ چهنبدار ٿيندا آهن.

هندو ڌرم وارا پنهنجي مري ويل مائٽن جا سراڌ (آتما کي ثواب پهچائڻ لاءِ دان، پُڄ، پوڄا ۽ خيرات جي مانَي) ڪرڻ وقت هن ٻوٽي جي ٽارين کي ٿالهه/ ٿالهيءَ ۾ وجهي، چانور ۽ منا طعام رکي، گهرن جي ڇتين تي رکندا آهن. جڏهن ڪانوَن کي کائيندا تنهن ڪانپوءِ مهمانن کي سراڌ/ ماني کارائڻ شروع ڪندا آهن. هن ٻوٽي تي سراڌ لاءِ ڪتب آڻڻ ڪري مٿس سراڏيا نالو پيو آهي. هن ٻوٽي کي چوپايو مال کائي ٿو، جنهن ۾ اُٺ، ٻڪريون ۽ رِڍون شامل آهن.

**سر اليگزينڊر فليمنگ:** زندگي بچائيندڙ دوا پينسلين جي دريافت ڪندڙ، نوبل انعام يافته نامور



برطانوي بيڪٽرالوجسٽ اليگزينڊر فليمنگ 1881ع ڌاري اسڪاٽ لينڊ ۾ Darrel علائقي جي ويجهو پيدا ٿيو. هن جي شهرت جو سبب هي آهي ته، هن پينسلين جي دريافت آهي. هن لنڊن يونيورسٽي جي سينٽ ميري هاسپيٽل ميڊيڪل اسڪول مان تعليم حاصل ڪئي. تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ هن پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات ساڳئي اسڪول ۾ بيڪٽريالاجيءَ جي پروفيسر طور ڪئي. 1928ع کان 1948ع تائين بيڪٽريا جو پروفيسر رهيو. هن بيڪٽريالوجي، ڪيموٿراپي ۽ مدافعتي نظام تي تمام گهڻي تحقيق ڪئي. هن 1922ع ۾ ڳوڙهن، جسماني رطوبتن، البومن ۽ مخصوص ٻوٽن ۾ موجود هڪ اينٽي سيپٽڪ لائسوزائمي دريافت ڪيو ۽ 1928ع ۾ انفلوئنزا تي تحقيق ڪري پينسلين دريافت ڪئي.

فليمنگ کي تحقيق ۽ خدمتن عيوض 1944ع ۾ 'نائيٽ' جو خطاب مليو ۽ 1945ع ۾ هن کي آسٽريلوي سائنسدان هاورڊ واٽر فلاري ۽ جرمن برطانوي پيٿالاجسٽ ارنسٽ بورس سان گڏيل طور فزيالاجيءَ جو نوبل انعام ڏنو ويو.

سر اليگزينڊر فليمنگ 1955ع ۾ وفات ڪئي.

**سراڻ** (Whet Stone/ Water Stone/ Snake Stone): سراڻ هڪ قدرتي يا مصنوعي گول ڦرندڙ پٿر آهي، جنهن تي مختلف اوزار گسائي تيز ڪبا آهن. روهي ۽ ڪرنڊ به هُن قسم جا پٿر آهن. جيڪي اسٽيل جي اوزارن کي لائڻ، سندن ڌار تيز ڪرڻ لاءِ ڪم ايندا آهن.




سراڻ ۽ روهيون قديم اوائلي انسانن جا اوزار رهيا آهن. سراڻ تي ڪينچين، ڇرين، ڪپن، ڪاتين، ڇيٽين، رنبين ۽ ڪرپين جون ڌارون تيز ڪيون وينديون آهن. سراڻ جن پٿرن مان ٺهندي آهي، سي مختلف معيارن جا ٿين ٿا، جن جو معيار واريءَ جي ذرڙن جي سنهائپ ۽ ڳتيل هئڻ تي هوندو آهي.

سراڻ جو قدرتي پٿر اڄڪلهه گهٽ ملي ٿو جنهن جو ڪارڻ هن پٿر جو بارود ۽ صنعتي ڪم ۾ استعمال آهي. سراڻ قدرتي پٿر کان سواءِ مصنوعي مادي مان به ٺهندي آهي. مصنوعي سراڻ ۾ ڪرڙيندڙ/ گسائيندڙ مسالو سيرمڪ، جهڙوڪ: سليڪان ڪاربائيڊ (corborundum) يا اليومينيم آڪسائيڊ (corundum) ٿئي ٿو جيڪو قدرتي سراڻ جي پيٽ ۾ تکي ڪرڻ جو عمل وڌيڪ تيزيءَ سان ڪندو آهي.

**سراڻ (مٺيءَ جي ترائي):** ٿرجي مرڪزي ۽ ضلعي ٿرپارڪر جي هيڊڪوارٽر واري شهر مٺيءَ جي اولهه ۽ گڏيءَ جي گود ۾، پٽن جي وچ ۾ ڪاري مٽيءَ جي هڪ وڏي ڪاڻ هوندي هئي، جيڪا چيو وڃي ٿو ته ٽي ڪلوميٽر ڪن هئي. اُها مٽيءَ جي ڪاڻ، وچ ۾ پٽن هئڻ جي باوجود



2003ع واري ٻوڏ ۾ سراڻ جو هڪ منظر

زميني سلسلي سان پاٻوهر ڪوٽ تائين وڃي ملندي هئي. هن سراڻ جي هيٺئين حصي ۾ اچي مٽيءَ جو پٿر ملندو هو ۽ مٿان هڪ فوٽ تائين ڪاري مٽيءَ جو تهه هوندو هو، اهو تهه هٽائڻ سان اچي مٽيءَ جو پٿر ڪوٽي، شهر جا ماڻهو پُسائي رکندا هئا ۽ پوءِ اُن سان جاين کي راڳيندا ۽ ليپيندا هئا. اُها مٽي جڻ ته چُن جي نعم البدل طور گهرن کي اڇو بنائيندي هئي. ڪاري مٽي وري ڪپڙن ڌوئڻ توڙي مٿي جي چيڙهه ڪڍڻ لاءِ عورتون ڪم آڻينديون هيون.

سراڻ جي ڏکڻ طرف هڪ 'مٺيءَ جي ترائي' هوندي هئي، جيڪا 400 فوٽ ڊگهي، 150 فوٽ ويڪري ۽ 15 کان 20 فوٽ اونهي هوندي هئي، جيڪا اڄ به موجود آهي. مٺي شهر ۾ چئن ڪان ڇهن انچن تائين جيڪڏهن برسات پوندي هئي ته اُهو پاڻي وهي اچي هن ترائيءَ ۾ گڏ ٿيندو هو. ان نموني هيءَ ترائي برساتي پاڻيءَ کان شهر جي بچاءُ جو جڻ ته هڪ ذريعو هئي.

هن ترائيءَ ۾ ٽيهارو کوهه هوندا هئا، جن مان 20 کارا ۽ 10 مٺا هوندا هئا، جتان شهر ۾ پيئڻ ۽ عام استعمال لاءِ اُن تي پکالن ذريعي پاڻي پهچايو ويندو هو پر جڏهن کان نئين ڪوٽ جي ريٽي شاخ مان مٺي شهر کي پائيپ لائين ذريعي مٺي پاڻيءَ جي فراهمي ٿي آهي، ته ترائيءَ جي هنن کوهن جو ڪارج ذري گهٽ ختم ٿي ويو آهي. البت هن ٽن مٺاهين سطح وارن کوهن جو پاڻي اڏاوتي ڪم لاءِ اڄ به ڪتب ايندو آهي. باقي ترائيءَ جا اڪثر کوهه يا ته لٽجي ويا آهن، يا گندي پاڻيءَ سان پرجي ويا آهن، ڇو ته شهر جي گندي پاڻيءَ جو نيڪال هن ترائيءَ جي اندر ئي ٿئي ٿو.

ماضيءَ ۾ هن ترائيءَ جي اڀرندي ڪپ تان مال پاڻي پيئندو هو ۽ اولهه طرف سراڻ لڳ ترائيءَ مان ماڻهو پيئڻ جو پاڻي ڀريندا هئا.

سراڻ، مٺي شهر جو هڪ تفريحي ماڳ هو، جتي شهر جا ماڻهو تفريح لاءِ ايندا هئا. سراڻ جي ان حيثيت تي ڪيترن شاعرن شعر چيا آهن. مثال طور:

گـڏيءَ جي گـود ۾، آ مـٽـيءَ جـي ڪـاڻ،
اچي سائي پَسجي، اسين چئون سراڻ . . .
(حاجي محمد دل)

سانجهيءَ جي ويرا،
ڪـوليـون، آءَ سـراڻ ۾،
ڳالـهين جا ڍيرا.
(تاج جويو)

اڄڪلهه سراڻ واري پٽ جي زيب زينت ختم ٿي وئي آهي، ڇو ته 1971ع کانپوءِ ٻهراڙين کان لڏي آيل ماڻهن هن سراڻ جو پَٽ والاري، قبضا ڪري، بي ترتيب گهر جوڙي ڇڏيا آهن. نتيجي طور 2003ع جي سخت برساتن ۾ هيءَ سراڻ پاڻيءَ سان ان حد تائين ڀرجي وئي هئي، جو ان ۾ موجود هيٺاهينءَ وارا گهر ٻڏي ويا هئا. جنهنڪري بدين کان ٻيڙيون/ لانچون گهرائي، گهرن جي ڇتين تي ويٺل ماڻهن کي بچائڻو پيو هو. راڻي مل ملاڻي ۽ مهراج برادريءَ جي ماڻهن پاڻيءَ ۾ گهڙي ماڻهن کي ڪلهن تي کڻي ٻاهر ڪڍيو هو.

سراڻ ۽ ترائيءَ ۾ ماڻهن جي والار جي ڪري هن وقت صورتحال اها آهي ته برسات وقت شهر مان وهي آيل برساتي پاڻي موٽ کائي آسپاس جي گهرن کي ٻوڙي وجهي ٿو.

سراڻ ۾ مشهور سماج سُڌارڪ پڳت ڪيمچند آسناڻيءَ جي ڏهري موجود آهي، جتي پکين کي داڻا ۽ جانورن کي ڪاڏو ڏيڻ سان گڏ ڪتا ڪيرت ٿيندي آهي. هتي حسين شاهه بخاريءَ جي درگاهه به آهي، ان ڪانسواءِ ٿرديپ ۽ ٻين ڪيترن سماجي ادارن جون مرڪزي آفيسون به موجود آهن.

**سراهه/ سوراهه واهه:** هيءُ واهه سنڌ جي سمي حڪمران ڄام نظام الدين عرف ڄام نندي کوٽايو هو. نيرون ڪوٽ پرڳڻيءَ ۾ جبلن جو پاڻي ڍنڍ ڏانهن مڙڻ لاءِ ڄام نظام الدين عرف ڄام نندي پنهنجي وزير ڇاڳلا کي دولهه دريا خان سان گڏ اهو واهه کوٽائڻ لاءِ موڪليو. اهو واهه کوٽجڻ کانپوءِ ان ۾ جمع ٿيل پاڻي آباديءَ لاءِ ڪتب اچڻ لڳو. منڇر جو اترين پاسو ڳاهن جي قبيلي جا ماڻهو آباد ڪندا هئا ۽ ڏاکڻو پاسو وري ٻوبڪ قبيلي وارا آباد ڪندا هئا. اهو واهه سيوهڻ کان ائنيهه ميل ۽ جبل کان 32 ميل پري ٻوبڪ پرڳڻي ۾ هو.

**سراءِ جي سيدن جو قبرستان:** روهڙيءَ ۾ ڪوٽ مير يعقوب علي شاهه جي ويجهو اولهندي طرف 'ڪوٽائي ساداتن' جو هڪ قبرستان آهي. هيءُ قبرستان 'سراءِ جي سيدن جو قبرستان' جي نالي سان مشهور آهي. گهڻو وقت اڳ ۾ انهيءَ هنڌ هڪ سراءِ يعني مسافرن جي آرام لاءِ جاءِ هوندي هئي. انهيءَ ڪري هي قبرستان 'سراءِ جي سيدن جي قبرستان'

جي نالي سان سڏجڻ ۾ اچي ٿو. هن قبرستان ۾ سيد يوسف علي شاهه، سيد قلندر بخش شاهه، سيد شاهنواز شاهه، سيد سڪندر علي شاهه جهڙا قادرالڪلام مرثيه گو شاعر مدفون ٿيل آهن. هن قبرستان ۾ مولانا غلام مرتضيٰ ’ناظر‘ جي مزار، مير يعقوب علي خان جي نياڻي جي مزار ۽ سيد سلطان شاهه جو مقبرو پڻ آهي.

**سراءِ حسين ڪلوڙ** (ڳوٺ): هي قديم ڳوٺ پني عاقل جي اتر ۾ ڇهن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ديهه سراءِ، يو. سي نندا پور ۾ واقع آهي. هن ڳوٺ ۾ 1000 گهر ٿيندا. ملتان جي حاڪم معزالدين جي جبر ڪان ڪلوڙ ذات جا ماڻهو ڊڄي ڪاڇي ڪان لڏي هتي اچي ويٺا. اهي جيئن ته سرائي ڪلوڙ سڏبا هئا، ان ڪري ڳوٺ تي سراءِ ڪلوڙ نالو پيو. بعد ۾ هتي ٻين ذاتين ۽ ڪرتن جا ماڻهو به اچي آباد ٿيا. پاڪستان ڪانپوءِ هن ڳوٺ جو نالو حسين ڪلوڙ رکيو ويو. هتي بوائز هاءِ اسڪول، گرلس مڊل اسڪول، ٻه بوائز پرائمري اسڪول، بنيادي صحت مرڪز ۽ ٽيليفون جي سهولت موجود آهي.

چشتيه سلسلي جي مشهور درگاهه تلهه شريف (صادق آباد) جي بزرگ محمد عمر بخش جو چيف خليفو فقير محمد قابل ڪلوڙ ۽ ان جو نعت خوان فرزند فقير محمد ڪلوڙ به هتي جا هئا. سماجي اڳواڻ عبدالغني ڪلوڙ، استاد مير محمد ڪلوڙ، ناميارو اديب شمس صابر، چيف انجنيئر غلام رسول ڪلوڙ، زرعي ماهر ڊاڪٽر غلام نبي ڪلوڙ ۽ ناميارا استاد: خاوند بخش ڪلوڙ، غلام مرتضيٰ ڪلوڙ، رفيق احمد ڪلوڙ وغيره به هتان جا آهن. هتي هڪ قديم ۽ خوبصورت مسجد ’ميان واري مسجد‘ به آهي.

**سرائڪي** (ٻولي): سرائڪي ٻوليءَ جو شمار پاڪستان جي چوٿين نمبر گهڻي ڳالهائي ويندڙ زبان طور ٿئي ٿو. هن زبان کي لساني طور تي مختلف نالن ۽ لهجن ۾ ورهايو ويو آهي. سرائڪيءَ کي رياستي، بهاولپوري، ملتاني، ڏاکڻي پنجابي، اوچڪي، ديري والي ۽ ميانوالي به چئجي ٿو. لهجن ۽ محاورن جي حساب سان ديري والي، ملتاني يا ڪتڪي، بهاولپوري يا رياستي، جنگلي (Jangli)، جتڪي وغيره محاورا هن ٻوليءَ سان لاڳاپيل آهن.

هن ٻوليءَ ڳالهائيندڙ ماڻهن جو گهڻو تڻو تعداد ڏکڻ پنجاب ۾ رهي ٿو. ان ڪانسواءِ سنڌ سان گڏوگڏ هندستان جي علائقن ۾ به هيءَ ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي. ان ڪري هن زبان تي انهي جي جاگرافيائي ۽ لسانياتي اثرن سبب ٿوري گهڻي ڦيرڦار موجود آهي.

هن ٻوليءَ جي قدامت جي حوالي سان مختلف محققن جي مختلف راءِ آهي. گريئرسن جي چوڻ موجب، ”هي سنڌي زبان جو لهجو آهي، پر ڪن هن کي پنجابي زبان جو لهجو ڪوٺيو آهي.“

سرائڪي ٻولي ٻوگري سان ملندڙ آهي. نحوي طور هيءَ ٻولي 85 سيڪڙو سنڌيءَ سان، 68 سيڪڙو ڍاٽڪيءَ سان، 60 سيڪڙو اوڊڪيءَ سان ۽ 55 سيڪڙو سانسي ٻولين سان مشابهت رکي ٿي. هن کي لهندا ٻوليءَ جي شاخ به چيو وڃي ٿو. ڪن محققن هن کي انڊو آريائي، انڊو ايرانين جي شاخ طور انڊو يورپين خاندان مان ڄاڻايو آهي.

پاڪستان ۾ هيءَ ٻولي ڏکڻ پنجاب ۾ سرائيڪي علائقي کان سواءِ سنڌ، بلوچستان، ديري اسماعيل خان، ديري غازي خان، بهاولپور، ملتان، ميانواليءَ ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. هندستان جي پنجاب، مهاراشٽر، آنڌرا پرديش، اتر پرديش، راجستان ۽ دهليءَ ۾ به سرائيڪي ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي. پاڪستان ۾ هن ٻوليءَ جا 2000ع جي آدمشماريءَ موجب 13943106 ڳالهائيندڙ موجود آهن. هندستان ۾ ويهن هزارن جي لڳ ڀڳ ماڻهو سرائڪي ڳالهائين ٿا.

هيءَ هڪ قديم ٻولي آهي. سنڌ ۽ پنجاب ڪانسواءِ هن ٻوليءَ جا ڳالهائڻ وارا سموري عرب، آمريڪا ۽ برطانيا ۾ به موجود آهن. ڪن لسانياتي ماهرن موجب هيءَ هند آريائي ٻولين جي نک مان آهي. هن ٻوليءَ ۾ وينجنن جو تعداد 56 آهي.

رسم الخط جي حوالي سان سرائڪي ٻولي ٽن اهم خطن ۾ لکي وڃي ٿي. سڀ کان وڌيڪ استعمال ٿيندڙ خط فارسي-عربي رسم الخط آهي، جيڪو پاڪستان ۾ مروج آهي، جنهن کي جديد دؤر جي تقاضائن موجب ڪمپيوٽر ۽ ٻي ٽيڪنالاجيءَ لاءِ به موزون بڻايو ويو آهي. ديوناگري ۽ گرمکي لپين جي ذريعي ڪنهن دؤر ۾ سرائڪي لکي ويندي هئي، اهي لپيون هاڻي پاڪستان ۾ مروج نه آهن. البت هندستان ۾ رهندڙ ماڻهو انهن جو استعمال ڪن ٿا.

پاڪستان جي قائم ٿيڻ ڪانپوءِ سرائڪي ٻوليءَ جي شناخت سرائڪي قوميت جي ترقيءَ سان وابسته رهي. ان ڏس ۾ هن ٻوليءَ لاءِ الڳ لپيءَ جي حوالي سان به ڪوششون جاري آهن ۽ ويجهڙائيءَ ۾ پاڪستان جي وفاق ۾ الڳ شناخت لاءِ سرائڪي ماڻهن جي هڪ جداگانه جاگرافيائي حيثيت جي پراڻي مطالبي کي مڃڻ لاءِ رياست سنجيده ڪوششون وٺڻ شروع ڪيون آهن. اهو قدم خود سرائڪي ٻولي ۽ ادب جي واڌويجهه ۾ اهم ڪردار ادا ڪندو.

سرائڪي ٻولي ادب جي ذخيري سان به مالامال آهي. هن زبان جي صوفيانه شاعريءَ جو شمار نه رڳو پاڪستان، پر برصغير جي معياري شاعريءَ ۾ ٿئي ٿو. خواجه غلام فريد، سلطان باهو ۽ سچل سرمست، سرائڪي ڪلام جا اهم شاعر ليکيا وڃن ٿا. شاڪر شجاع آبادي سرائڪيءَ جو جديد شاعر آهن. موسيقيءَ جي دنيا ۾ سرائڪي ڪافي ۽ لوڪ موسيقيءَ جو هڪ الڳ مقام آهي. پٺاڻي خان، عيسيٰ خيلوي، ثريا ملتانيڪر، منصور ملنگي، احمد نواز چينا، سرائي صالح ۽ طالب حسين درد جو شمار سرائڪيءَ جي اهم ڳائڻن ۾ ٿئي ٿو.

ان ڪانسواءِ ڪيترن ملڪي توڙي غير ملڪي فنڪارن سرائڪي زبان ۾ ڳايو آهي. سرائڪي زبان ۾ به ڪافي عرصي کان بهترين ادب سرجي رهيو آهي. سنڌ جا فنڪار به سرائڪي ڪافيون عام ڳائين ٿا.

**سرائڪي لپي** (Siraiki Script): هيءَ حرفي پدي قسم جي لپي آهي، جنهن ۾ سر/ عرف علت، زيرون زبرون ۽ نشانيون ڏئي ظاهر ڪجن ٿا. سرائڪي هڪ قديم ٻولي آهي، جنهن کي سنڌ ۽ پنجاب جا 14 ملين ماڻهو ڳالهائين ٿا. هي هند- آريائي ٻولين جي نک مان آهي. سرائڪيءَ جا مختلف لهجا آهن، جن ۾ ملتاني ۽ لهندا اچي وڃن ٿا.

پنجاب جا ماهر لسانيات سرائڪيءَ کي پنجابي ۽ ڪيترا سنڌي محقق سنڌيءَ جو لهجو سمجهن ٿا. سرائڪيءَ ۾ وينجنن جو تعداد 56 آهي. سرائڪيءَ ۾ وڏي عرصي کان شعر ۽ نثر ۾ بهترين ادب لکجي رهيو آهي. خواجہ غلام فريد سرائڪي خطي جو سرائڪي زبان جو قومي شاعر آهي.

لسانياتي ماهر گريئرسن سرائيڪيءَ کي لهندا جي شاخ سڏيو آهي، پر هيءَ هڪ ڌار ٻولي آهي. رياستي، بري والي ۽ ميانوالي هن جا لهجا آهن.

**سرائي**[1] (ذات) : 'نئين جامع سنڌي لغات' ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لفظ سرائي جي معنيٰ 'سري جو رهاڪو، چڱو مڙس ۽ مانائتو' ڄاڻائي آهي. محمد شبير احمد پنهنجي ڪتاب 'سرائڪي زبان' ۾ لکي ٿو ته، "سرائي معنيٰ سنڌ جي اترئين خطي (سري) جا ماڻهو ۽ ٻي معنيٰ اتس سنڌ جي ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جا غير بلوچ سردار ۽ معتبر ماڻهو." ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو ته، "سنڌ ۾ ڪلهوڙا حاڪمن پنهنجي ڪن خاص خادمن کي، جيڪي غير بلوچ هئا، نمڪ حلالي ۽ بهترين ڪارڪردگيءَ جي بدلي ۾ جاگيرون ڏئي 'سرائي' جو لقب پڻ ڏنو."

تاريخ ۾ سڀ کان پهرين ميان يار محمد خان ڪلهوڙي جي دور ۾ سرائين جو ذڪر ملي ٿو. ميان يار محمد وٽ ڪافي اترئين حصي مان سرائي اچي گڏ ٿيا، جن مان سرائي راجو ليکي قابل ذڪر آهي. سرائي لقب ميان يار محمد ڪلهوڙي طرفان سڀ کان پهرين راجو ليکي ۽ ان جي مٽن مائٽن کي عطا ڪيو ويو. ان ڪانپوءِ اهو سلسلو هلندو رهيو ۽ ٽالپرن جي بہ دور ۾ معتبر ۽ قابل ماڻهن کي 'سرائي' جي لقب سان نوازيو ويندو هو. پر اڳتي هلي سرائي ذات طور پڻ استعمال ٿيڻ شروع ٿيو.

'ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا' ۾ خير محمد ٻرڙو ڄاڻائي ٿو ته، "سرائي معنيٰ سنڌ جي سري جا ماڻهو يا ٻي معنيٰ اتس سنڌ جي ڪلهوڙا ۽ ٽالپر حڪمرانن جا غير بلوچ سردار ۽ معتبر ماڻهو."

پيرو مل مهرچند، گريئرسن، مرزا قليچ بيگ، ايس. صادق علي ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا جي تحقيق موجب 'سرائي' سنڌ جي اترئين حصي مان لڏي آيل ماڻهن کي چون ٿا ۽ انهن جي ٻولي 'سرائڪي' آهي. پراڻي دور ۾ سنڌ جو خطو بهاولپور، ڊيري غازي خان، ميانوالي ۽ ملتان تائين پکڙيل هو. اهي ماڻهو اتان لڏي اچي سنڌ ۾ ٿر ۽ ساموندي ڪناري تي آباد ٿيا، جتي پاڻ کي سرائي سڏائڻ لڳا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هنن جا 24 پاڙا لکيا آهن.

ايس. ايم. چنا موجب سرائي اصل ۾ جٽن جو پاڙو آهي، جيڪي گُرداسپور ۽ سيالڪوٽ ۾ رهن ٿا. ڪجهه ماڻهو ستلج جي مٿئين ۽ هيٺين پاسي جا بہ رهندڙ آهن. سيالڪوٽ وارا سرائي پٽي آهن. هنن سرائين ۽ ڪلهوڙن طرفان لقب ڏنل سرائيءَ ۾ ڪو بہ ڳانڍاپو ڪونہ آهي. جيمس ٽاڊ جي لکڻ موجب سرائي پنوار جٽ آهن، جيڪي اروڙ سلطنت دوران سنڌ ۾ رهندا هئا. اهي پاڻ 'صحر' بہ سڏائيندا هئا، يعني صحرا جا رهاڪو. گرداسپور وارا سرائي شيخ بہ سڏبا آهن، جيڪي سخي سرور جا پوئلڳ آهن.

سرائي راجڻپور، ضلعي ڊيري غازي خان وارن ڪلهوڙن جو بہ لقب آهي، جيڪي 'ميان صاحب سرائي' ڪري سڏيا ويندا آهن. سنڌ ۾ سرائي لقب عام آهي.

پٽي راجپوت نسل جي هڪ ماڻهوءَ جو نالو 'سرائہ' هو. جيڪو حافظ آباد جو رهاڪو هو ۽ اهو پاڻ کي جٽ سڏرائيندو هو. سندس اولاد 'سرائہ' سڏجي ٿو. سنڌ جا ماڻهو هنن کي سرائي جٽ چون ٿا.

**سرائي**[2] (سهرائي) : هي سنڌ جي ڪلهوڙا شاهي خاندان جو نسل آهي، جيڪي ڊيري غازي خان ۽ حاجي پور جي مقام تي آباد هئا. هن ضلعي بابت مسٽر فرائر جي رپورٽ ۽ مسٽر اوبرائن جي مختصر لغت (Glossary) ۾ ٿورو ذڪر ملي ٿو.

اردوءَ جي هڪ محقق ۽ مترجم ياسر جواد، اي. ڊي. ميڪگلين ۽ ايڇ. اي روز جي تحقيقي رپورٽ جي ترجمي 'ذاتون ڪا انسائيڪلوپيڊيا' ۾ سرائيءَ کي ٽن وصفن ۾ بيان ڪيو آهي، جيڪي هن ريت آهن:

(1) سرائي، امرتسر ۽ گورداسپور ۾ آباد هڪ جٽ قبيلو آهي، گورداسپور جا سرائي، سلطانين يا سخي سرور جي پوئلڳن جا رهنما هئڻ ڪري ڪڏهن ڪڏهن شيخ سڏائيندا آهن.

(2) مجموعي طور تي گورداسپور ۽ سيالڪوٽ ۾ رهندڙ جٽن جو هڪ قبيلو 'سرائي' جي نالي سان سڃاتو ويندو آهي. ستلج جي مٿئين ۽ وچ واري حصي تي بہ هيءُ قبيلو آباد آهي. سيالڪوٽ ۾ ڪين 'سرائي راجپوت' چيو ويندو آهي، جيڪي حافظ آباد تعلقي ۾ پٽي آهن. ڊيري غازي خان جي ڪلهوڙا خاندان جي سرائين ۽ انهن وچ ۾ مشڪل سان ڪو تعلق ڇڻي سگهجي ٿو. جيڪي قريشي هئڻ جا دعويدار آهن.

(3) ڊيري غازي خان ۾ راجڻپور جي علائقي ۾ آباد ڪلهوڙا خاندان جو لقب پڻ آهي.

ساڳيءَ ريت 'ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا' جي صفحي 646 تي بيان ڪيل خير محمد ٻرڙي جي راءِ موجب پَٽي راجپوت نسل جي هڪڙي ماڻهوءَ جو نالو 'سرائہ' هو، جيڪو حافظ آباد جو رهاڪو هو، جيڪو پاڻ کي جٽ چورائيندو هو. سندس اولاد 'سرائہ' سڏجي ٿو. سنڌ جا ماڻهو ڪين سرائي جٽ چوندا آهن.

هڪ اندازي موجب جالنڌر ۽ ويجهن ضلعن ۾ سرائي جاتل سڃاتل جٽ آهن.

ڪرنل ٽاڊ، پنهنجي ڪتاب 'تاريخ راجستان' ۾ پنوار راجپوتن جي هن نسل کي 'سهرائي' جو نالو ڏنو آهي. جنهن سنڌو درياهه جي ايرندي ڪناري سنڌ ۾ اروڙ جي مقام تي هڪ سلطنت جو بنياد رکيو ۽ پنهنجي رسمي نسبت سان علائقي جو نالو سهل يا سهرا ۽ شهزادن ۽ غلامن جو نالو سهرائي رکيو.

**سرائي**3 (ديهه): تعلقي روهڙيءَ، ضلعي سکر ۾ ديهه ۽ ڳوٺ آهن. ديهه سرائيءَ ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

امام علي شاهه، سرائي عبدالله شاهه، سرائي جمن شاهه، جوٽيجا ڳوٺ، سبحان پور، مدد شاهه ۽ باڪوپور.

**سرائي خان**: سرائي مقصود خان، ڪلهوڙن جي نامور سپهه سالار شاهه بهاري جو وڏو ڀاءُ هو. 'تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور' ۾ غلام رسول مهر ڄاڻائي ٿو ته، "جڏهن امير شيخ جهان جي قتل ٿيڻ ڪانپوءِ شهزادي محمد معزالدين خود سنڌ تي چڙهائي ڪئي. جڏهن ميان دين محمد ڪلهوڙي کي خبر پئي ته هن هڪدم جنگ روڪڻ لاءِ پنهنجي ننڍي ڀاءُ ميان مير محمد ۽ پنهنجن ٻن معتبر سفيرن کي شهزادي معزالدين وٽ موڪليو، جن مغل شهزادي کي راضي ڪري واپس موڪلي ڇڏيو. اها خبر جڏهن سرائي مقصود خان کي پئي ۽ هن ڏٺو ته شهزادو ۽ سندس لشڪر بنا ڪنهن مقابلي جي واپس پيو وڃي، تڏهن سرائي مقصود کي خيال آيو ته شهزادي اسان جي بهادريءَ جو ڪو ڪارنامو ته ڏٺوئي ڪونه، ان ڪري ڪيس ڪهڙو اندازو ٿيندو ته اسين ڪيئن آهيون ۽ قدرت اسان کي بهادريءَ جا ڪهڙا ڪهڙا جوهر عطا ڪيا آهن! اهو خيال اچڻ شرط سرائي مقصود، فوج جو هڪ دستو پاڻ سان وٺي، ميان دين محمد خان ڪلهوڙي جي اجازت ڪانسواءِ ئي، ماٿيلي تي حملو ڪري ڏنو ۽ پوءِ اتان اڳتي وڌي اُچ جي رهاڪن کي خونريزيءَ جو نشانو بڻايائين. اها خبر جڏهن مغل شهزادي کي پئي، تڏهن سامونڊي طوفان جيان جوش ۾ اچي پٺتي موٽيو ۽ لشڪر کي ميان دين محمد جي علائقن تي حملي ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. گهاڙيءَ ۾ سرائين جي سيني ڳوٺن کي تباهه ڪري ڇڏيائين. انهي سموري عرصي ۾ ميان دين محمد خاموشي اختيار ڪئي ۽ صلح ۽ معافيءَ جي درخواست موڪلي. بعد پاڻ به شهزادي وٽ وڃي پهتو. شهزادو ڪيس پاڻ سان ملتان وٺي ويو ۽ ڪيس ٽڪرا ٽڪرا ڪرائي قتل ڪري ڇڏيائين."

سرائي مقصود جي انهي غلط قدمن سبب ميان دين محمد کي قتل ڪيو ويو، سنڌ جا ڪيترائي ڳوٺ برباد ڪيا ويا، پر ان جي بدلي ۾ سرائي مقصود کي ڪهڙي سزا ملي. ان بابت تاريخ خاموش آهي.

**سرائي شوڪت علي خان واري ڍنڍ**: هيءَ ڍنڍ تعلقي موري، ضلعي نوشهري فيروز جي ديهه خيرو ديري ۾ واقع آهي. ماضيءَ ۾ هيءَ ڍنڍ وڏي نالي واري هوندي هئي، پر هاڻي ڦٽي وئي آهي. سرائي شوڪت علي خان واري ڍنڍ ۾ اڳي مڇي جام مرندي هئي ۽ پکين جو شڪار پڻ ڪيو ويندو هو.

**سرائي، علي گوهر خان**: سرائي علي گوهر خان ذات جو ڳهيو هو ۽ خيرپور جي مير سهراب خان ٽالپر جي ڀيرئين وزير شير محمد خان جو ڀاءُ هو. هي وڏو بهادر ۽ ماهر تيرانداز هو. سرائي محمد صالح خان سان پڻ رشتيداري هوندي هئس. مير سهراب خان ٽالپر جي خاص اميرن مان هو. ڪلهوڙن سان هالاڻيءَ واريءَ جنگ ۾ پڻ وڙهيو هو.

سرائي علي گوهر ڪوٽڏيجيءَ جي قلعي احمد آباد جو قلعدار هو ۽ نواب جي لقب سان مشهور هو. هن وٽ هڪ فوجي دستو هميشه موجود رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن سفارت جا فرض به ادا ڪندو هو. چون ٿا ته هڪ دفعي هڪ بگٽيءَ، لشڪر خان کي لکڻ هنيو. جنهن تي سرائي علي گوهر رات جو لڪي انهي شخص کي قتل ڪري ڇڏيو. انهي جرم جي پاداش ۾ مير سهراب خان ڪيس توب جي منهن ۾ ڏئي مارائي ڇڏيو.

**سرائي غلام سرور خان چڄڙو**: سرائي غلام سرور ولد غلام حسين خان چڄڙو، 1932ع ڌاري پنجوديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. بنيادي طور تي هيءُ زميندار گهراڻي سان واسطو رکندو هو. هن ابتدائي تعليم ڳوٺ مان، مئٽرڪ اڪيڊمي هاءِ اسڪول شڪارپور مان، انٽر سنڌ مسلم ڪاليج مان ۽ ايم. اي سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري مان ڪئي. تعليم مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ فوڊ اينڊ راشننگ آفيسر مقرر ٿيو. ڏيڍ سال بعد جڏهن ون يونٽ قائم ڪري صوبن جي حيثيت ختم ڪئي وئي ته هن احتجاجن نوڪريءَ تان استعيفا ڏئي ڇڏي ۽ ڪراچيءَ ۾ قانون جي شعبي سان وابسته ٿي ون يونٽ خلاف تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين. جنهن دوران هن 'اسٽوڊنٽ يونائيٽيڊ فرنٽ' نالي پارٽي ٺاهي ۽ پاڻ ان جي ايڪشن ڪاميٽيءَ جو چيئرمئن مقرر ٿيو. هيءُ 'مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن، سنڌ' جو جنرل سيڪريٽري، ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جو ميمبر، تعلقا ڪوآرڊينيشن ڪميٽيءَ جو وائيس چيئرمئن ۽ ايڪٽنگ چيئرمئن ۽ قومي رضاڪار تنظيم جو ڪئپٽن پڻ رهيو. هن پنهنجي ڳوٺ ۾ والي بال راند جو بنياد وڌو ۽ پاڻ به سنڌ ۾ والي بال جي سٺن رانديگرن ۾ شمار ٿيندو هو. سرائي غلام سرور نهايت ئي مهمان نواز ۽ هڏڏوڪي انسان هو. سندس سماجي تعلقات تمام وسيع هئا. سندس ويجهن دوستن ۾ قاضي فضل الله، ڪامريڊ حيدربخش جتوئي، ذوالفقار علي ڀٽو وغيره قابل ذڪر آهن.

**سرائي قربان کهاوڙ**: سنڌ جي قومپرست اڳواڻ سرائي قربان کهاوڙ، 1970ع ڌاري شهدادڪوٽ جي هڪ خوشحال گهراڻي ۾ سرائي شمس الدين کهاوڙ جي گهر ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم مقامي طور حاصل ڪري، بي. اي ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ۽ ماسٽرس جي ڊگري سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان حاصل ڪيائين. هي اڃا ننڍڙو ئي هو ته سندس والد جي وفات ٿي ۽ سندن زمينن تي اتان جي بااثر ماڻهن قبضو ڪري ورتو، پر



جڏهن هي جوانيءَ جا ڏاڪا چڙهڻ لڳو ته هن انهن ٻاڪرن سان مهاڏو اٽڪايو ۽ پنهنجون زمينون واپس ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. سرائي قربان کھاوڙ شروع کان سماجي ڪمن ۾ اڳيرو رهيو. يونيورسٽيءَ ۾ پڙهڻ دوران قومي تحريڪ سان لاڳاپجي ويو. لطيف سنگت ۾ سرگرم رهڻ بعد 'جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن' (جساف) ۾ شموليت اختيار ڪيائين، تنظيم جو مرڪزي جنرل سيڪريٽري به رهيو. شاگرديءَ واري دور ۾ سرائي قربان شاگردن جي مسئلن تي عملي جدوجهد ڪئي، اهوئي سبب هو جو هُو جڏهن جساف کانپوءِ مرڪز ۾ شامل ٿيو، تڏهن به شاگرد سنڌس سڏ ۾ سڏ ڏيندا هئا ۽ هي شاگردن جو آئيڊيل بڻجي ويو. جساف ۾ رهندي پاڻ ڪيترائي پيرا اليڪشن ڪاميٽيءَ جو چيئرمين به رهيو. ان بعد جسقم جي مرڪزي عهدي تي رهي ڪم ڪيائين ۽ ڪيترائي پيرا جسقم جي اليڪشن ڪاميٽيءَ جو چيئرمين رهيو. جڏهن عبدالواحد آريسر ۽ بشير خان قريشيءَ جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿيا ۽ جسقم جي باڊي ٽوڙي آرگنائيزنگ ڪاميٽي مقرر ڪئي وئي ته سرائيءَ کي آرگنائيزر مقرر ڪيو ويو. ان بعد جڏهن جسقم ٻن حصن ۾ ورهائي ته پاڻ جسقم ۾ عبدالواحد آريسر سان بيٺو ۽ به سال سينئر وائيس چيئرمين جي عهدي تي رهي ڪم ڪيائين. ان دوران هن ڪيترائي ڪامياب پروگرام ڪرايا، جن ۾ لاڙڪاڻي کان سن تائين فريڊم مارچ، آزادي مارچ ڪراچي، حيدرآباد ۽ شهدادڪوٽ ۾ ڌارين جي آبادڪاريءَ خلاف بک هڙتالون، ڪالاباغ ڊيم خلاف پوري سنڌ ۾ احتجاجن، مظاهرن وسيلي ڏکي جدوجهد ڪيائين. ڊاڪٽر صفدر سرڪيءَ جي آزادي ۽ سنڌ جي ٻين مسئلن جي لاءِ جسقم جو وفد وٺي اسلام آباد ويو، جتي اقوام متحده ۽ ٻين ملڪن جي سفيرن کي يادداشت نامو پيش ڪرڻ نمايان آهن. سرائي قربان کھاوڙ 2009ع ۾ جسقم کي الوداع چئي 'جيئي سنڌ متحده محاذ' (جسمم) ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ 'جسمم' جو سينئر وائيس چيئرمين چونڊيو ويو.

سرائي قربان کھاوڙ شهدادڪوٽ ۾ شهري اتحاد قائم ڪرايو، جنهن جو پاڻ عهديدار ۽ شهدادڪوٽ ۾ مزدورن جي اتحاد ۾ به سنڌس هٿ رهيو. شهر ۾ ڪيترائي سماجي ڪم ڪيائين، جن ۾ بيمارن جي لاءِ ڪئمپون قائم ڪرائڻ، ضرورتمند ماڻهن کي رت جو بندوبست ڪري ڏيڻ، شهر ۾ غريب ۽ بي سهارا ماڻهن جي مدد ڪرڻ، ڪيترين ئي غريب نياڻين جون شاديون ڪرائڻ شامل آهن. اهڙيءَ طرح مغوي ٻارڙن صدام شيخ ۽ ڪپيل ديو جي آزاديءَ ۾ به اهم ڪردار ادا ڪيائين. هن 1987ع ۾ شادي ڪئي، جنهن مان ڪيس پنج نياڻيون ۽ ٻه پٽ آهن.

سرائي قربان کھاوڙ 21 اپريل 2011ع تي پنهنجن دوستن روپلي چولياڻي ۽ نور الله تنئي سان جسمم جي تنظيمي دوري تي سانگهڙ کان ميرپورخاص وڃي رهيو هو ته سانگهڙ-کپري روڊ تي باڪوڙي موري وٽ ڪيس گوليون هڻي شهيد ڪيو ويو، بعد ۾ ڪئميڪل هاري گاڏيءَ کي باهه پڻ ڏني وئي، جنهن ۾ سنڌس پورو جسم سڙي رک ٿي ويو. سنڌس آخري آرامگاهه شهدادڪوٽ تجرواري قبرستان ۾ پنهنجي ماءُ جي پيرن ۾ آهي.

**سرائي ڪوارٽرس:** ڪراچيءَ ۾ سرائي ڪوارٽرس، شهر ۽ سول لائين ڪوارٽرس جي وچ تي واقع آهن. هي علائقو 1873ع ڌاري ٻيهر تعمير ڪيو ويو. هي علائقو ٽڪنڊائين قسم جو هو ۽ اهو ٽن مشهور روڊن: اتر پاسي بندر روڊ، اوڀر پاسي ڪچهري روڊ ۽ ڏکڻ پاسي ايم.سي ليوڊ روڊ ۾ گهيريل هو. هن علائقي جو اندروني وڏو روڊ فريئر روڊ هو. بندر روڊ ۽




ايم.سي ليوڊ روڊ جتي ملن ٿا، اتي ميري ويدر ٽاور هو. 1850ع واري نقشي ۾ هي رهائشي علائقو غيرآباد ڏيکاريو ويو آهي، پر اڻويهين صديءَ جي آخر ۾ هتي ڪافي قيمتي ۽ ڏيان ڇڪائڻ وارين عمارتون ناهيون ويون، جن ڪراچيءَ جي وڏنڊڙ واپاري حيثيت کي ظاهر ڪيو پئي. جيٽوٽيڪ 1880ع دوران ڪراچيءَ جي آبادي بمبئيءَ جي آبادي جي 12 سيڪڙو برابر هئي، پر جيئن جيئن بمبئي جي واپاري ڪمپنين ڪراچيءَ ۾ پنهنجون شاخون قائم ڪيون ته ڪراچي واپار جي لحاظ کان ڪافي مضبوط بڻجي وئي، جن ڪمپنين ڪراچيءَ ۾ پنهنجون برانچون قائم ڪيون انهن ۾ ڊونلڊ گراهم اينڊ ڪمپني، چارلس فارسڊ اينڊ ڪمپني، ويلپس اينڊ ڪمپني ۽ ايم.سي ليلن اينڊ ڪمپني شامل آهن ۽ سرائي ڪوارٽرس ۽ ريلوي ڪوارٽرس جي ڪيترن ئي روڊن جا نالا به انهن برطانوي ڪمپنين جي نالي تي رکيا ويا.

**سرائي، محمد صالح خان:** سرائي محمد صالح خان، هالاڻيءَ جي جنگ ۾ مير سهراب خان ٽالپر سان گڏ ڪلهوڙن سان وڙهيو ۽ انهيءَ جنگ ۾ ڪلهوڙن کي شڪست ٿي، جنهن کانپوءِ ٽالپر سنڌ جا حڪمران ٿيا. خيرپور رياست ۾ جيڪي به سرائي ٿي گذريا آهن، تن سڀني جو سرواڻ سرائي محمد صالح هو. هن جو تعلق بلوچستان جي زهري قبيلي سان هو ۽ مير سهراب خان ٽالپر جي خاص صلاحڪارن مان هو. محمد صالح خان وڏو بهادر هوندو هو. ان کانسواءِ کيس تعميراتي ڪمن سان گهڻي دلچسپي هوندي هئي. مير سهراب خان جي حڪم تي ڪوٽڏجيءَ جو مشهور قلعو احمدآباد سنڌس نگرانيءَ ۾ تيار ٿيو. هن کي چار پٽ هرهڪ جمعو خان سرائي، سرائي خميسو خان، سرائي فاضل خان ۽ سرائي روجهو خان نالي هئا، جن جي پٺيان خيرپور جي سرائين جا چار مشهور قبيلا وجود ۾ آيا. سرائي جمعي خان جو اولاد جمعاڻي سرائي، سرائي خميسي خان جو اولاد خميساڻي سرائي، سرائي فاضل خان جو اولاد

فاضلاڻي سرائي ۽ سرائي رونجهي خان جو اولاد روجهاڻي سرائي قبيلي جي نالي سان مشهور آهي. سرائي محمد صالح خان جا اهي چار ئي پٽ مير سهراب خان ٽالپر جا خاص ملازم هئا ۽ وڏي اثر رسوخ وارا هئا.

**سرائي، محمد علي خاصخيلي:** سرائي محمد علي ولد خان محمد خاصخيلي، 8 نومبر 1948ع تي ضلعي خيرپور، تعلقي ڪوٽڏيجيءَ جي پرسان ڳوٺ پياري خان خاصخيليءَ ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ڳوٺ جي پرائمري اسڪول مان، مئٽرڪ ۽ انٽر راڻيپور مان پاس ڪرڻ بعد ايم. اي اڪنامڪس پهرين پوزيشن سان سنڌ يونيورسٽيءَ مان پاس ڪيائين. 1985ع ۾ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ مان اڪنامڪس جي اعليٰ ڊگري حاصل ڪيائين. اهڙيءَ طرح 1988ع



۾ هارورڊ يونيورسٽيءَ مان پلاننگ ۽ ڊيولپمنٽ جي شعبي ۾ پڻ ڊگري ورتائين. هن پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات 1975ع ۾ حڪومت سنڌ جي پلاننگ ڊپارٽمنٽ ۾ پلاننگ آفيسر طور ڪئي، ڪيس جلد ڊائريڪٽر پلاننگ جي عهدي تي ترقي ڏني وئي. 1998ع ۾ ساڳئي ڊپارٽمنٽ ۾ ڪيس ڊائريڪٽر جنرل جي عهدي جون ذميواريون سونپيون ويون. 2001ع ۾ سنڌ ۾ ڪيس ترقياتي ڪمن جي اويليوئيشن ٽيم جو سربراهه مقرر ڪيو ويو، جنهن موجب سنڌ ويزن جي منصوبي جي نالي ٽوئنٽي، ٽوئنٽي (20.20) جي منصوبي کي عملي روپ ڏنو. ان منصوبي کي 2020ع تائين مڪمل ڪرڻ جي رٿا پڻ هن وقت هلي رهي آهي، اهڙيءَ طرح 2003ع کان 2008ع تائين ساڳئي ڊپارٽمينٽ ۾ صوبائي سيڪريٽريءَ جي عهدي جا فرائض سرانجام ڏنائين. نومبر 2008ع ۾ ڪجهه عرصو وزيراعليٰ سنڌ جو صلاحڪار به رهيو.

سرائي محمد علي هڪ سماج سڌارڪ انسان هو. هن ٻه شاديون ڪيون. ڪيس ڪو به اولاد نه ٿيو.

محمد علي سرائي، 31 مارچ 2012ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي.

**سر ايلس 'بئرو'** (Sir Ellis Brough): جديد سنڌي رسم الخط جي چٽائيندڙ سر ايلس بئرو جو اصل نالو بئرو هربٽ ايلس هو. سندس جنم 24 جنوري 1823ع تي لنڊن ۾ ٿيو. سندس والد مسٽر ايس هربرٽ ايلس هڪ شاهوڪار يهودي هو. ايلس بئرو، پرائمري تعليم لنڊن مان حاصل ڪئي ۽ بعد ۾ هيليبري ڪاليج مان گريجوئيشن ڪيائين. 1843ع ۾ هندستان جي سول سروسز (ICS) ۾ شامل ٿيو ۽ بمبئيءَ ۾ نوڪري شروع ڪيائين. ڊسمبر 1851ع کان 1858ع تائين سنڌ ۾ انتظامي عهدن تي رهيو ۽ ڪيس سنڌ جي ڪمشنر جو معاون مقرر ڪيو ويو. هو بارٽر فريئر جو اعتماد وارو آفيسر هو ۽ سندس غير موجودگيءَ ۾ سنڌ جي ڪمشنر جا فرائض به سرانجام ڏيندو هو. سنڌ ۾ تعليم کاتي جو انچارج به هو. هن سنڌ ۾ تعليم جي واڌاري، ڪتب نويسي، سنڌي رسم الخط، سنڌي درسي ڪتابن جي ڇپائي، سنڌ جي تاريخ، جاگرافي ۽ سنڌ ۾ اسڪول کولرائڻ، استاد مقرر ڪرائڻ تائين ڪيترن ئي اهم ڪمن ۾ سر بارٽل فريئر سان مددگار/ صلاحڪار طور شامل رهيو.

هي بارٽل فريئر کي انتظامي طور بهترين رٿون ڏيندو هو جنهن جي منظوري هو بمبئي حڪومت کان وٺندو هو هن سنڌي، عربي لپيءَ کي چونڊيءَ تي رسايو ۽ ترجمي کي ڪامياب بڻايو موجود رسم الخط جو سهرو نه بارٽل فريئر تي آهي، جنهن ۾ ايلس ۽ سر فريڊرڪ گولڊ سمٽ جون به ڪوششون شامل هيون. سر ايلس بئرو کي سنڌ جي تعليم جون اضافي ذميواريون سونپيل هيون، ان ڪري هن کي سنڌي رسم الخط تي ڪم ڪرائڻ جو ڪم سونپيو ويو. مسٽر فريئر کي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس طرفان حڪمنامو مليو هو ته هو يورپي آفيسرن ۽ مقامي عالمن جي هڪ ڪميٽي جوڙي، جيڪا سنڌيءَ لاءِ صحيح رسم الخط ۽ الفابيٽ جوڙڻ جو ڪم ڪري. مسٽر ايلس عربي، سنڌي رسم الخط جو حامي هو، ان ڪري هن دليلن سان فريئر کي راضي ڪري ورتو ته سنڌ ۾ عربي-سنڌي رسم الخط رائج ڪيو وڃي. ان سلسلي ۾ اهڙي ڪميٽي جوڙي وئي، جنهن ۾ چار سنڌي هندو ۽ چار سنڌي مسلمان عالم هئا. هن ڪميٽيءَ جو سربراهه مسٽر ايلس بئرو هو. هن ڪميٽيءَ جون ڪيترون ئي گڏجاڻيون ٿيون، آخر ۾ ارڙهين صديءَ جي سنڌي عالمن جي لکيل عربي رسم الخط جي آڌار تي 52 اکرن تي مشتمل عربي سنڌي رسم الخط تيار ڪيو ويو. جيڪو پوءِ سڄي سنڌ ۾ سرڪاري طور متعارف ڪرايو ويو. جيتوڻيڪ ايلس عربي، سنڌي رسم الخط جو حامي هو، پر هن ديوناگري لپيءَ جي اصطلاح جو ڪم ڪرايو ۽ ان ۾ درسي ڪتاب شايع ڪرايا. اسڪولن ۾ شاگردن کي به اجازت ڏني وئي ته هو مرضيءَ مطابق عربي يا ديوناگري لپيءَ ۾ تعليم وٺي سگهن ٿا. اهڙي نموني هن عربي ۽ ديوناگريءَ واري تعصب کي به رد ڪري ڇڏيو. ان کان سواءِ ايلس بئرو ڪئپٽن جارج اسٽئڪ جي سنڌي گرامر ۽ سنڌي انگريزي ڊڪشنريءَ کي نه صرف شايع ڪرايو، پر ان جو ديباچو پڻ لکيو. هن اها ڊڪشنري 1855ع ۾ بمبئيءَ مان تعليم کاتي طرفان ڇپائي پڌري ڪئي. ان ڊڪشنريءَ ۾ اٽڪل ويهه هزار سنڌي لفظ ڏنل آهن. ڪئپٽن جارج اسٽئڪ سان پنڊت برهم سچانند ڊڪشنري ٺاهڻ ۾ مدد ڪئي هئي. مسٽر ايلس ان کي به وظيفو ڏياريو. عربي سنڌي رسم الخط جي منظوريءَ کان پوءِ هن درسي ڪتاب شايع ڪرايا. ترجمن لاءِ مقابلا ڪرايا ۽ بهترين مترجمن کي انعام ڏياريا. اهي اڪثر ڪتاب درسي هئا، جن ۾ جاگرافي، رياضي، تاريخ، سنڌي نثر ۽ نظم وغيره سڀ اچي وڃن ٿا. 1885ع ۾ هن 'ايسپ جون آکاڻيون' جي عنوان سان سنڌيءَ ۾ ڪتاب ترجمو ڪري ڇپايو. جيڪو ڪراچيءَ مان ليٿو پريس تي ڇپيو هو. هن ڪتاب جي ترجمي ۾ قاضي غلام حسين سندس مدد ڪئي هئي. هو 9 سال سنڌ ۾ رهيو، جنهن دوران هن ڪيترائي اسڪول کولرايا ۽ استاد مقرر ڪرايا.

1854ع ۾ هن سنڌ جي تعليم تي هڪ رپورٽ تيار ڪئي، جيڪا 1856ع ۾ شايع ٿي. هن رپورٽ ۾ هن سنڌ ۾ انگريزن کان اڳ تعليمي نظام، سنڌ ۾ سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري طور نافذ ڪرڻ، سنڌي لپيءَ جي باري ۾ ماهرن جا رايا ۽ موجوده الف-ب جي جوڙڻ سميت نوان اسڪول کولڻ ۽ درسي ڪتابن جي اشاعت تائين اهم معلومات ڏنل آهي. مسٽر ايلس سنڌ مان بدلي ٿيڻ بعد 1863ع کان 1870ع تائين بمبئي گورنمينٽ ۾ چيف سيڪريٽري رهيو. 1870ع کان 1875ع تائين بمبئيءَ جو ميمبر رهيو ۽ 1869ع کان 1875ع تائين سپريم ڪائونسل آف دي گورنر جنرل جو ميمبر پڻ رهيو. 1885ع ۾ سرڪاري نوڪريءَ تان رٽائر ڪيائين. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ مختلف ادارن سان وابسته رهيو. رايل ايشئٽڪ سوسائٽيءَ جو وائيس پريزيڊنٽ ۽ ميمبر رهيو. اهڙيءَ طرح هن سڄي زندگي جاکوڙ ۾ گذاري. سنڌس خدمتن عيوض کيس 1875ع ۾ ڪي. سي. ايس. آءِ جي اعزاز سان نوازيو ويو. هن 20 جون 1887ع تي وفات ڪئي. سنڌ جي ناليواري محقق ۽ اديب ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ پنهنجي هڪ ڪتاب ’سنڌ سياحن جي نظر ۾‘ ۾ پڻ سنڌس ذڪر ڪيو آهي.

**سُر بهار** (ساز): هي تار وارو ساز ستار وانگر ئي آهي، جنهن کي جهيٽي ستار به چون. هن ساز کي خاص طور پڪي راڳ دوران استاد وڄائيندا آهن. جيتوڻيڪ هيءَ ستار ئي آهي، پر هن جو آواز ڪجهه جهيڻو ٿئي ٿو. هي ساز 130 س. م يا 51 انچ ڊگهو ٿيندو آهي. هن جو آوازي ڪوڪو اڪثر گول ٿيندو آهي، جنهن جي وچ تي تارن کي مٿي رکڻ لاءِ ٻرج ٿيندي آهي. هن ڏنڊيءَ جي پوڇڙ ۾ ٻئين



آوازي ڪوڪي جي مٿان ويڙهيل هونديون آهن. هن ۾ 4 تارون چڪاريءَ جون ۽ 15 کان 17 واڌو تارون ٿين ٿيون، جيڪي سُرجهلائڻ جي ڪم اينديون آهن ۽ مختلف سرن تي رکيون آهن. هي ساز ساڳ جي ڪاٺ جو ٺهيل، مضراب جي ڏڪ سان وڄايو آهي. ڪي وڄائڻ وارا ڪدوءَ جو ڪوکو ٻئين جي هيٺيان ڏنڊي جي پڇاڙيءَ ۾ به هٽندا آهن، جنهن سان آواز ۾ لرزش ٿيندي آهي ۽ وٺندڙ گونج نڪرندي آهي. هي ساز 1825ع ۾ استاد صاحبداد خان ايجاد ڪيو. پر تازي تحقيق مان خبر پئي آهي ته اصل ۾ هي ساز استاد غلام محمد خان، ستار نواز تيار ڪيو هو ۽ 1958ع ڌاري فلم ’جل ساگر‘ ۾ هي اڪيلو ساز وڄايو ويو آهي.

**سرتاج لڪياري**: سيد حسين شاهه ولد سيد ڇٽل شاهه، 2 جنوري 1940ع تي ڳوٺ دين محمد شاهاڻي، تعلقي دادوءَ ۾ جنم ورتو. سرتاج لڪياريءَ جي نالي سان ادبي دنيا ۾ ڄاتو وڃي ٿو. پاڻ سنڌي پنج درجا پرائمري اسڪول دين محمد شاهاڻيءَ ۾ پڙهيو. مئٽرڪ پرمانند هرداس هاءِ اسڪول ۽ انٽر گورنمينٽ ڪاليج (هاٽوڪي استاد بخاري ڪاليج) دادوءَ مان ڪرڻ بعد ايم. اي سنڌ يونيورسٽيءَ مان انگريزي ادب ۽ تاريخ جي مضمون ۾ ايم. اي ڪيائين. 1972ع ۾ هو قلجي هاءِ اسڪول جو استاد مقرر ٿيو ۽ اتي 1989ع ۾ هيڊماسٽر مقرر ٿيو. سنڌس گهڻو لاڙو راڳ رنگ ۽ ڊرامن سان رهيو. ڪجهه عرصو شاعري به ڪيائين. ڊرامن ۾ سنڌس مرڪز پراڻي ديري جو مشهور ڳوٺ هو جتي ’سرتاج ڊراميٽڪ سوسائٽي‘ قائم ڪري ڪيترائي ڊراما اسٽيج ڪيائين. سنڌس ساٿين ۾ استاد بخاري، الهنواز رڪڻائي، دين محمد عباسي، حاڪم علي شاهه بخاري هوندا هئا. پاڻ ڊراما لکندو هو ۽ استاد بخاريءَ کانپوءِ حاڪم علي شاهه ’هيرو‘ طور ڪردار ادا ڪندو هو. 1965ع کان 1980ع جي عرصي تائين هن 20 کان مٿي ڊراما اسٽيج ڪيا، جن ۾ هو ميزبان هوندو هو ستن اٺن ڏينهن تائين آيل سڀني مهمانن کي ٽيئي ويلا ماني کارائيندو ۽ فنڪارن جي دل سان خدمت ڪندو هو.



سرتاج لڪياريءَ جو تعليم ڏانهن ڌيان گهڻو هو سو پهريائين پنهنجي هڙان وڙان 1962ع ۾ ’حامد مڊل اسڪول‘ پياري ڳوٺ ۾ قائم ڪيائين، ان کي 1970ع تائين هلائڻ کانپوءِ سرڪار جي حوالي ڪيائين. سڀني شاگردن جي مدد ڪندو هو.

سنڌس لکيل ڪيترن ڊرامن ۾ منظور سخيراڻي هيروئن طور حصو ورتو ۽ حاڪم علي شاهه بخاري هيري طور ڪم ڪندو هو. ڪجهه وقت طالب المولىٰ هاءِ اسڪول ۾ استاد ٿي رهيو. پاڻ بيحد عاشق مزاج ۽ صوفي منش هو. آخري وقت ۾ رٽائر ٿي پيرين اگهاڙي گهمندو هو. هڪ نثر جو ڪتاب به قلمي صورت ۾ موجود اٿس. سرتاج لڪياري، 4 آگسٽ 1992ع تي وفات ڪري ويو. سنڌس ياد ۾ هر سال 4 آگسٽ تي ورسي ملهائي ويندي آهي. سنڌ سرڪار کيس 2010ع ۾ لائيف اچيومينٽ اوارڊ ڏنو آهي.

**سرتيز، عمادالملڪ**: سرتيز عمادالملڪ، سلطان محمد تغلق جو خاص ڪارندو هو. 734هه بمطابق 1333ع ۾ ابن بطوطه سنڌ ۾ آيو. تنهن سرتيز عمادالملڪ جو واقعو هن طرح بيان ڪيو آهي:

سلطان محمد تغلق جي دؤر ۾ سيوهڻ تي انڙ، قيصر ۽ رتن ملڪ مقرر هوندا هئا. رتن ملڪ تمام عقلمند ۽ صاحب علم شخص هو ۽ محمد تغلق وٽ حاضر ٿي هن وڏي ترقي ڪئي. کيس ’سنڌ جو سردار‘ جو لقب ڏئي سيوهڻ جو گورنر مقرر ڪيائين. اها ڳالهه انڙ ۽ قيصر کي پسند نه آئي ۽ هنن هنهي ملي رتن کي قتل ڪري ڇڏيو. جنهن کان پوءِ انڙ ۽ قيصر سلطاني خزاني تي قبضو ڪيو، جيڪو ٻارهن لک رپيا هو. عوام انڙ کي پنهنجو سردار بنايو ۽ سنڌس نالو ڄام فيروز انڙ رکيو. پر ڄام فيروز انڙ ڊپ کان پنهنجي قوم ڏانهن هليو ويو. پنيان عوام قيصر کي سردار مقرر ڪيو. هيءَ خبر محمد تغلق جي ڪارندي سرتيز عمادالملڪ کي پئي، جيڪو ان وقت سنڌ جو اميرالامراء هو ۽ ملتان ۾ رهندڙ هو.

سرتيز عمادالملڪ خبر پوندي لشڪر تيار ڪيو ۽ سيوهڻ اچي رسيو. سرتيز عمادالملڪ ۽ قيصر جي وچ ۾ سخت لڙائي لڳي، جنهن ۾ قيصر کي شڪست آئي ۽ هو ڀڄي وڃي قلعي ۾ بند ٿيو. سرتيز همت نه هاري ۽ قلعي جو محاصرو ڪري ويهي رهيو. آخر چاليهن ڏينهن ڪانپوءِ قيصر ۽ سندس امير وزيرن امان گهري، سرتيز هنن کي امان ڏني، پر جڏهن قلعي تي سرتيز جو مڪمل قبضو ٿي ويو، تڏهن سرتيز هڪدم هنن جو مال ملڪيت ضبط ڪري ڇڏيو ۽ کين قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. سرتيز انهن کي قتل ڪري سندن کلون لهرائي ٻهه سان ڀرائي قلعي جي پٽ تي ٽنگايون. هو روز قيصر جي ماڻهن مان چونڊ ماڻهن کي قتل ڪرائي سندن کلن ۾ ٻهه ڀرائي قلعي جي پٽ تي ٽنگائيندو هو ۽ انهن سيني جا سر وچ شهر ۾ ٽنگايائين ته جيئن وري ٻيهر ڪير بغاوت نه ڪري. ابن بطوطه جو چوڻ آهي ته آءٌ روز اهي سر ۽ ڌڙ ڏسي گهبرائجي ويندو هوس ۽ آخر اتان لڏي وڃي ٻئي هنڌ رهيس. سرتيز تمام گهڻو ظالم ۽ بدڪردار هو.

**سرتيون** (رسالو): سرتيون رسالو، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري طرفان 1989ع کان شايع ٿي رهيو آهي. سنڌي ادبي بورڊ جي ان وقت جي چيئرمئن مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ 1989ع ۾ وزيراعظم بينظير ڀٽو (شهيد) کي بورڊ مان نڪرندڙ رسالن بابت رپورٽ ڏني، وزيراعظم هدايت ڪئي ته عورتن لاءِ به رسالو ڪڍيو وڃي. جنهن ڪانپوءِ سنڌي ادبي بورڊ جي بورڊ آف گورنرس جي منظوريءَ سان 4 فيبروري 1989ع تي گلبدن جاويد مرزا کي ان جي ايڊيٽر مقرر ڪري ته ماهي سرتيون جي اشاعت شروع ڪئي وئي.

سرتيون جي قيمت پهرين ٻن سالن تائين ويهه رپيا هئي، رسالو ماهوار ٿيڻ ڪانپوءِ ان جي قيمت 32 رپيا ۽ پوءِ 2003ع ۾ 25 روپيا ڪئي وئي. سرتيون طرفان شايع ڪيل خاص نمبرن ۾ ڪهاڻي نمبر 1995ع، شاعري نمبر، انٽرويو نمبر، شهيد بينظير ڀٽو نمبر ۽ بيگم نصرت ڀُٽو نمبر وغيره شامل آهن.

**سر پرياتي** (ڪتاب): هي ڪتاب 2009ع ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي عرس جي موقعي تي شاهه لطيف جي سر پرياتيءَ بابت پڙهيل مقالن تي مشتمل آهي، جيڪو ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ جي ڊائريڪٽر ڊاڪٽر محمد علي مانجهيءَ مرتب ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي، محمد حسين ڪاشف، ڊاڪٽر بشير احمد شاد، ج. ع. منگهاڻي، سوز هالائي، جاويد شيخ، ارباب نيڪ محمد، ڊاڪٽر ام ڪلثوم شاهه، پروفيسر موهن لال پريمي، ڊاڪٽر تهمينه مفتي، گوهر سنڌي، زيب نظاماڻي، حافظ حبيب سنڌي، محمد ابراهيم سنڌي، ڊاڪٽر فيض جوڻيجي، حزب الله آءِ. سومري، رسول بخش تميمي، ڊاڪٽر مخمور بخاري، جمن شاهه ۽ سرمد چانڊيي، نظير ناز، اعجاز ممنائي، پروفيسر مهرالنساءِ لاڙڪ، علي نواز ڀنيري، مظهر علي، بشير احمد سومري، عنايت حسين لغاري، محمد سليم نظاماڻي، اعجاز احمد ميمڻ، ڊاڪٽر علي اڪبر ڍڪڻ، ثاقب سومري، عبدالقادر چاچڙ، ڪريم عباسي، پرهه جان راڄپر، نياز احمد راڄپر، منٺار ملاح، محمد خان زرداري، نجم شيخ، ممتاز علي ڪنير، محمد سلطان نعيمي ۽ محمد اياز قريشيءَ جا مضمون ۽ مقالا شامل آهن.

ڊيمي سائيز جي 320 صفحن تي مشتمل ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ جي 2010ع ۾ ڇپايل هن ڪتاب جي قيمت 350 روپيا آهي.

**سرپردا** (راڳ): سرپردا بلاول ٺاٺ جو سمپورڻ راڳ آهي. هن راڳ کي پڻ بلاول جو هڪ روپ تسليم ڪيو ويو آهي. راڳ ڳائڻ جو وقت ڏينهن جو پهريون پهر آهي. هن راڳ جو وادي سر ڪرج (سا) ۽ سموادي سر پنچم (پا) آهي. سرپردا مسلمان نائڪن جو ناهيل راڳ آهي. هن راڳ جي امروهيءَ ۾ بلاول ٺاٺ کي بهرحال ظاهر ڪرڻو پوندو آهي. هن راڳ ۾ ڪٿي ڪٿي ٻهاڳ، راڳ جي صورت به نظر ايندي آهي. ٻهاڳ ۾ ريکب (ري) ڪمزور يعني گهٽ لڳائبو آهي، تنهنڪري هي راڳ ٻهاڳ کان به بچي نڪري ٿو. ڪجهه پنڊتن جو چوڻ آهي ته هي راڳ ايمن، اليا ۽ گونڊ ملهار کي گڏائي ناهيو ويو آهي. هن راڳ جو ڪجهه روپ شاهه لطيف جي سُرن سان به ملي ٿو:

آروهي: سا-ري-گي-ما-ڌي-پا-ڌي-ني-سا

آمروهي: سا-ني-ڌي-پا-ني-ڌي-پا-ڌي-پا-ما-گي-ما-ري-سا

سرپردار راڳ جو ڪلاسيڪل چالو:

سا-ري-گي-ما-ڌي-ڌي-پا-پا-ما-پاما-گي-گي-ما-گي-ري-سا-گي-ما-ڌي-پا-ري-سا-سا-ري-گي-ما-ري-ري-سا-ڌي-پا-ڌي-ما-گي-ما-پا-ما-گي-ري-ري-سا

ري-سا-ني-سا-پا-ڌي-ني-سا-گي-ري-گي-ما-پا-گي-ما-ري-سا...

**سرجاري ڍنڍ**: هيءَ ڍنڍ ضلعي دادوءَ جي تعلقي جوهيءَ ۾ ٻهاولپور ويجهو واقع آهي. هن ڍنڍ کي ڪڪڙ ڍنڍ يا ڪڪڙ ڍورو به سڏين. هيءَ ڍنڍ هينئر گهڻو ڪري سڪل رهي ٿي، پر ڪنهن دور ۾ هيءَ ڍنڍ پاڻيءَ سان ڀريل هوندي هئي ۽ هن ڍنڍ مان مڇي پڻ مرندي هئي.

**سِرَ جي صدا سُرَ ۾** (ڪتاب): هي ڪتاب ناليواري قومپرست اڳواڻ عبدالواحد آريسر جي تقريرن تي مشتمل آهي. ڪتاب ۾ ڪل 21 تقريرون شامل ڪيون ويون آهن، جيڪي هن مختلف وقتن تي مختلف پروگرامن ۽ جلسن ۾ ڪيون هيون. هن ڪتاب جو انتساب جي. ايم. سيد ۽ شيخ اياز کي هنن لفظن ۾ ڪيو ويو آهي ته: "سائين جي. ايم سيد ۽ شيخ اياز جي نالي جن جي قرض هيٺ سموري سنڌ سان گڏ آءٌ به

جڪڙيل آهيان. ڪاش منهنجي جڪڙيل جيءَ کي سچ اهڙي سگهه ڏي، جو اهو قرض سنڌ جي آزاديءَ جي صورت ۾ لاهي سگهان، ڇو ته ان قرض لاهڻ جي ٻي ڪائي صورت به ناهي."




ڪتاب جو تفصيلي مهاڳ عبدالواحد آريسر پاڻ لکيو آهي، هن تقريرن ۾ ڪتاب آيل ٻولي توڙي انداز عالماڻو آهي، جنهن ۾ فڪري گهرائي پڻ محسوس ٿئي ٿي. سموريون تقريرون تاريخي معلومات سان ٽمٽار آهن. ڊيمي سائيز جي 126 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 60 روپيا آهي، جنهن کي نيو فيلڊس پبليڪيشن، ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد 2000ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**سرحد** (ديهه) 1: هي تعلقي شهدادڪوٽ ضلعي قنبر-شهدادڪوٽ جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ علي مراد مگسيءَ نالي هڪ ڳوٺ آباد آهي.

**سرحد** (ديهه) 2: تعلقي ۽ ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن.

قلو شيخ، جانو پارو، شڪاري، عمر ڍهو.

**سرحدن کان اڳتي** (ڪتاب): هي ڪتاب نوجوان ڪهاڻيڪار ضراب حيدر جي ڪهاڻين جو ٻيو مجموعو آهي، هن ڪتاب ۾ سندس چوڏهن ڪهاڻيون شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ ناميارِي ڪهاڻيڪار عبدالقادر جوڻيجي لکيو آهي. ان کانسواءِ ماهتاب محبوب، يوسف سنڌي، ناهيد مغل ۽ طارق قريشيءَ جا پڻ ويچار / تاثر شامل آهن. جڏهن ته بئڪ ٽائيٽل تي ليکڪ جو تعارف پڻ شامل آهي. پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب 244 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جو پهريون ڇاپو آڪٽوبر 1997ع ۾ سچائي اشاعت گهر دڙي ڇپرايو. ڪتاب ۾ شامل هر ڪهاڻيءَ جي پسمنظر جا اسڪيچ پڻ ڏنل آهن، جيڪي نوجوان آرٽسٽ منور ابڙي ٺاهيا آهن. ڪتاب جي قيمت 110 روپيا ڄاڻايل آهي.




**سرخ دمب** (Surkh Damb): سراب (بلوچستان) جي ڏکڻ اولهه ۾ سروي مان معلوم ٿيو ته هيءَ ٻڌ جي دور جو ماڳ آهي. هتان يڪ-رنگو ميٽوڙي ٺڪرائو مليو آهي، جيڪو انجيرا ماڳ سان پينٽڊ جهڙو آهي. هتان جي ٺڪر تي ٽبڪا نقش ٺيل آهن، جيڪي تاريخي دور جي رَهَڻَ جي نشاندهي ڪن ٿا. ان کان سواءِ مٽاڇري تان مليل وٿن ۾ جانورن جي مورتين جا ٽڪرا، ۽ ٺڪرائو شامل آهي، جنهن تي عمودي لهرون نقش ٺيل آهن. هن ماڳ جي اڀياس مان پتو پوي ٿو ته هيءَ ماڳ 2500- 3000 ق. م ۽ پوءِ ٻڌ جي دور تائين وَسيل هو. مليل وٿن ۾ وچولي ٿلهي



ڳاڙهي ٺڪر جو پيالو، جنهن تي اڇيرڙا ليڪا ڏنل آهن. ٿلهو ميٽوڙي ليڪن سان ٺڪر، جيڪو نال ٺڪرواري نموني جي ٺڪر وانگر آهي. ۽ ان تي ٻاهران ڇٽ چٽيل آهن. وغيره.

**ملندڙ ٺڪر جو نمونو:**

- ميٽوڙي ليپي سان ٿلهو ٺڪر جيڪو نال نموني جي ڪارين ۽ ڳاڙهين ليڪن سان چٽيل آهي. ساڳيو ٺڪر جو نمونو اسان کي انجيرا ماڳ جي IV دور مان ملي ٿو.
- ميٽوڙي ليپي سان ٺڪر، جنهن جي ٻاهران ڪاري رنگ جون ليڪون نڪتل آهن.
- هڪ ڳاڙهي ٿلهي رنگ جو پيالو جنهن تي گهري ناسي رنگ جا ڇٽ، دمب سادات واري ٺڪرائي جهڙا، آهن. ان ٺڪر جو مٽاڇرو پيلي/ ميٽوڙي. ڳاڙهي رنگ جو آهي. اهڙو ٺڪر جو نمونو انجيرا جي پنجين دور مان مليو آهي.

**سرخ ملهالو** Isabelline Shrike (or Rufous-Tailed Shrike)/ Lanius Isabellinus: هي هڪ پکيءَ جو قسم آهي. هن پکيءَ جي مٿي جو رنگ ڪنڌ تائين تيز سرخ ناسي، اک جي مٿان هلڪو اڇو پٽو ۽



ڇهنب کان اک وٽان ٿيندو ڪياڙيءَ تائين گهرو ناسي پٽو ٿئي ٿو. پني پتريلي پوري، ڳاڙهو سروٽي پُڇ ۽ ڳچي کان پيٽ ۽ پيچ تائين رنگ هلڪو هيڊو گلابي اٿس. هي پکي خشڪ جابلو دامن جي پتريلي علائقي ۾ رهندو آهي.

**سردار احمد شاهه لڪياري:** سردار احمد شاهه لڪياري 1922ع ڌاري سيد بقادار شاهه جي حويليءَ ۾ جنم ورتو. شاهه صدر علي مڪي سندس ڏاڏو هو. هي پاڻ ۾ ٽي ڀائر ۽ ٻه ڀينرون هئا. پر هي سيني کان سادو ۽ مائيٽو هو. سردار علي شاهه جي پيدائش کانپوءِ 5 سال سندس زبان بند هئي ۽ ماڻهو کيس گونگو سڏيندا هئا، پر سندس والده هن لاءِ دعائون گهرندي هئي ۽ پوءِ انهن دعائن جي اثر سان هي بهتر ٿيڻ لڳو. سندس وڏا ڀائر ڪانئس الڳ هئا، پر پاڻ والدين سان گڏ رهي انهن جي دل و جان سان خدمت ڪيائين. پاڻ پنج درجا پرائمري پڙهيو، جنهن ڪانپوءِ مال چارڻ شروع ڪيائين ۽ بعد ۾ هني هارو سنڀالڻ لڳو. هو اڪثر ڪري هر ڪنهن کي سچ منهن تي چئي ڏيندو هو. پاڻ هڪ هندوءَ سان گڏ رهڻ لڳو. ٺاڪرڏنو مل نالي اهو هندو تمام سادو ماڻهو هو ۽ تصوف سان سندس لڳاءُ هو. سردار شاهه ان هندوءَ سان گڏ راتين جون راتيون ڪچهريون ڪندو هو. 1940ع ڪانپوءِ سندس لاڙو شاعريءَ طرف ٿيو ۽ ان سان گڏوگڏ حڪمت به سکڻ لڳو. ڪجهه عرصي بعد ڊاڪٽر خدا ڏني عباسي ۽ ڊاڪٽر منگهارام ميرچنداڻيءَ جي مدد سان انگريزي دوائن جي ڏيتي ليتي ۽ استعمال به سمجهي ورتائين. ان ڪانپوءِ حڪمت ۽ شاعري گڏوگڏ هلنديون رهيون.



سردار احمد شاهه لڪياري موسيقيءَ جو به گهڻو شوقين هوندو هو ۽ هر مهيني جي چوڏهين تاريخ تي ڳوٺ مهر شاهه ۾ محفل ڪرائيندو هو. جنهن ۾ فقير فقراءَ ۽ فنڪار عبد علي فقير، فقير واحد بخش خاصخيلي، مرحوم ڦوٽو زرداري، دلاور خاصخيلي، غلام جعفر زرداري، ڄام زرداري، ماستر محمد جمن گراڙو، ابراهيم فقير، فقير سائينداد رند، ڪريم داد رند، پيار علي جمالي، غلام علي زرداري ۽ ٻيا اچي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندي صوفياڻو راڳ چوندا هئا. سندس محبتن جو اهو ميلو اڃا تائين سندس فرزند قائم رکيو اچي ٿو.

سردار احمد شاهه 1949ع ۾ سيد ميرل شاهه جي گهر حيدرآباد مان شادي ڪئي، جيڪي اصل ۾ ضلعي دادوءَ جي ڳوٺ اميناڻيءَ جا لڪياري سادات هئا، جتي اڄ به سندس عزيزن جون حويليون موجود آهن.

سردار علي شاهه لڪياري نهايت ئي سخي ۽ نيڪ انسان هوندو هو. قومپرست سياستدان جي. ايم سيد ۽ پير پاڳاري سيد شاهه مردان شاهه سان سندس سٺا تعلقات هئا.

سردار علي شاهه لڪياريءَ جي شاعري سندس فرزندن سهيڙي ڪتاب جي صورت ۾ رسالي 'فقر و گنج لڪياري' جي نالي سان 2001ع ۾ ڇپائي پڌري ڪئي، جنهن ۾ ڪلام جي ترتيب شاهه لطيف جي رسالي وانگر رکي وئي آهي، ڇاڪاڻ جو طريقت ۾ پاڻ شاهه لطيف جو پوئلڳ هو.

سردار احمد شاهه لڪياري 23 شوال / 10 فيبروري 1999ع تي وفات ڪئي، سندس آخري آرامگاهه حيدرآباد جي اتر ۾ نيو سعيدآباد کان 2 ڪلوميٽر اڳتي سندس ڳوٺ ۾ آهي.

سندس وفات کانپوءِ سندس درگاهه جو گادي نشين سندس فرزند محبوب علي شاهه لڪياري، هر مهيني جي چوڏهين تاريخ تي ڄامشوري ۾ سندس تڪيي تي به محفل ڪرائيندو آهي.

**سردار بهادر محمد بخش 'ڪوجهي':** سردار بهادر شيخ محمد بخش ولد الاهي بخش شيخ 1891ع ڌاري پيدا ٿيو سندس وڏا اصل پاڳناڙيءَ جا وينل هئا، جتان سندس ڏاڏو شيخ قادر بخش لڏي اچي شڪارپور ۾ وينو. هو سنڌ جوڄج تي آيو هو. الاهي بخش شيخ ڊپٽي ڪليڪٽر تي رهيو، هن کي پنج پٽ هئا. شيخ محمد بخش 1908ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪئي ۽ 1912ع ۾ بمبئي جي ايلفنسٽن ڪاليج مان بي. اي ڪيائين. 1913ع ۾ سندس والد صاحب فوت ٿي ويو ته گهرجون ذميواريون مٿس آيون. ان وچ ۾ سچل سرمست جي سجاده نشين سخي قبول محمد درازيءَ جو طالب ٿيو ۽ سلسلي طريقت کان آگاهه ٿيو. 1916ع ۾ بمبئيءَ مان ايل. ايل. بي جو امتحان پاس ڪيائين. 1917ع ۾ نوابشاهه ۾ ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ مقرر ٿيو ۽ 1918ع ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تي فائز ٿي هالا ڊويزن ۾ مقرر ٿيو. سندس مخدوم صاحب هالا، پير صاحب پٽ شاهه ۽ مٽياريءَ وارن پيرن ساداتن سان دوستاڻا ناتا هئا.

سردار بهادر محمد بخش سنڌ جي مختلف جاين تي نوڪري ڪئي، 1932ع ۾ ميرپورخاص ۽ 1933ع ۾ ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر جو پرسنل اسسٽنٽ مقرر ٿيو. 1938ع ۾ ترقي ماڻي ڪليڪٽر جي عهدي تي پهتو، جتان 1946ع ۾ رٽائر ٿيو. ڪليڪٽريءَ واري زماني ۾ کيس 'سردار بهادر' جو خطاب مليو. رٽائر ٿيڻ ڪانپوءِ هن سماجي ۽ تعليمي ڪمن ۾ دلچسپي ورتي، قوم ۽ وطن جي خدمت ڪيائين. هن 'انجمن حمايت الاسلام' جو بنياد وڌو، جنهن جي ماتحت هينئر ڪيترائي اسڪول ۽ ڪاليج آهن. هن 1956ع ۾ شڪارپور ۾ 'سچل سرمست آرٽس ڪاليج' جو بنياد ۽ 1959ع ۾ 'ڪامرس ڪاليج' جو بنياد وڌو.

سردار بهادر خان کي پنهنجي مرشد سخي قبول محمد درازيءَ سان بي پناهه محبت هئي، مرشد جي به مٿس شفقت جي نظر هئي، جنهن پيار منجهان مٿس 'ڪوجهي فقير' نالو رکيو ۽ کيس خليفو به ڪيائين. هي مرشد جي محبت ۾ ڳائڻ وڄائڻ سکيو ۽ پڇاڙيءَ تائين درگاهه تي چونڪي ڏيندو رهيو. سردار بهادر محمد بخش 'ڪوجهي' سٺو شاعر به هو. هن سنڌي، سرائيڪي ۽ فارسيءَ ۾ شعر چيو آهي. سندس شاعري 'ڪوجهيءَ جو ڪلام' نالي سان ڇپيل آهي. سندس گهڻو شعر مدحيه آهي ۽ نعتيه ڪلام به چيو اٿائين. سندس ڪلام سادو هجڻ جي باوجود منجهس رس رچاءُ به آهي.

هن 24 سيپٽمبر 1959ع تي وفات ڪئي، سندس تربت سچل سرمست ڪاليج شڪارپور ۾ آهي.

**سردار خان شر واري مسجد**: هيءَ مسجد تعلقي ٺري ميرواهه، ضلعي خيرپورميرس جي ڳوٺ سردار خان شر ۾ موجود آهي. مسجد ڪچين سرن سان تعمير ٿيل آهي. مسجد جون ديوارون ۽ گنبذ گاري سان لتل آهن. مسجد قديم معلوم ٿئي ٿي. ڳوٺاڻن پنهنجي مدد پاڻ



تحت هن جي ڪيترا ڀيرا مرمت ڪرائي آهي. مسجد هڪ هجري تي مشتمل آهي، جنهن کي اڳياڙيءَ ۾ احاطو ڏنل اڱڻ آهي. احاطي واري ديوار پڻ ڪچي اٽس، جنهن تي نيڙيون ناهيل آهن. احاطي واري ديوار کي هڪ ئي لنگهه آهي، جنهن ۾ ڪاٺين سان در هنيو ويو آهي. مسجد جي مهاڙيءَ ۾ ٽي طاقچا آهن. جن مان وچ وارو طاقچو وڏو آهي، جيڪو هيڙهني تي پڇي تاج ناهي ٺو. وچ واري طاقچي ۾ ونگائين لنگهه چوڪائي سان در نصب ڪيل آهي. ان جي مٿان وري باقي ٻنهي پاسن وارن طاقچن ۾ چڙيل نمائشي درين جا سانچا ناهيل آهن. مسجد جي مهاڙيءَ ۾ ٻنهي پاسن کان ٿنڀيڙيون انهن تي چن سان لتل ڪوٺيءَ جي گل جي نموني واريون برجيون اڀيون ڪري هنيل اهن. وچ واري تاج تي پڻ پاسن وارن ٿنڀيڙين ۽ برجين واري نموني جون وٺون رتيل آهن. مسجد جي مهاڙي توڙي ٻنهي پاسن واري هيڙهني تي بنيءَ جي طرز جون ٿنڀيڙيون قطار ۾ آهن، جيڪي عمارتي زيب وڌائين ٿيون. مسجد جي هجري جي ڇت تي انڪندو ڳچ ناهي ان تي گنبذ رکيو ويو آهي. گنبذ تي ابتي ڪوٺيءَ جي گل تي نيل رکيل آهي. گنبذ کي گاري جي ليپي مٿان چن جون پلستر ڪيل آهي، جيڪو ڪافي هنڌن تان ڇٽي ويو آهي. مسجد جي ڏاکڻين پاسي واري هجري جي ديوار مان هوا جي گذر لاءِ هڪ دري کُلي ٿي. مسجد جي پٽين کي مرمت ڪندي ڳوٺاڻا مٽيءَ جي گاري جو ليپو ڏيندا رهن ٿا.

مسجد هن وقت به استعمال هيٺ آهي، جنهن ۾ نمازي نماز ادا ڪندا آهن. ديوارون ڪلرجي ڪائي وڃڻ سبب ڪجهه قدر متاثر آهن. مسجد جي چوگرد زرعي زمينون ڳوٺ جي اوطاق ۽ گهر وغيره آهن.

**سردار سلطان احمد خان**: ناميارو سياستدان، سردار سلطان احمد خان ولد سردار محمد ايوب خان، سنڌ بلوچستان جي بابڙ پٺاڻ قبيلي جو سردار هو. شڪارپور تعلقي جي ڳوٺ سلطان ڪوٽ ۾ 1900ع ڌاري ڄائو. هن ديرادون ڀارت مان تعليم حاصل ڪئي، سندس والد سردار محمد ايوب خان دهلي دربار جو هڪ معزز رڪن هو قيام پاڪستان کان اڳ سردار سلطان، شڪارپور ميونسپل ڪاميٽيءَ جو ميمبر هو جنرل محمد ايوب خان جي دورِ حڪومت ۾ بلدياتي چونڊن ۾ حصو وٺي ڪافي سالن تائين يونين ڪائونسل سلطان ڪوٽ جو چيئرمين رهيو. سردار سلطان احمد خان سنڌ –بلوچستان جرڳا ڪاميٽيءَ جو اهم رڪن، جيڪب آباد ۽ سبي جرڳا جو به رڪن رهيو هو فيصلن ڪرڻ ۾ سنڌ–بلوچستان ۾ تمام گهڻو مشهور هو ۽ سندس ڪيل فيصلو هيو ڪو به قبيلائي سردار بدلائي نه سگهندو هو. اهم ۽ ڏکين قبيلائي جرڳن جي فيصلن ڪرڻ لاءِ سنڌ ۽ بلوچستان جا سردار، سردار سلطان احمد خان کان مشورو وٺڻ لاءِ سلطان ڪوٽ ايندا هئا. سندس بابڙ قبيلي جي سردار جي حيثيت ۾ رسم تاج پوشي، سلطان ڪوٽ ۾ وڏن وڏن سردارن جي موجودگيءَ ۾ ٿي، جنهن ۾ ان وقت جي بلوچستان حڪومت جو وزير تيمور خان جوگيزئي پڻ شريڪ ٿيو هو.

**سردار شاهه**: نوجوان شاعر، اديب ۽ سياستدان سيد سردار علي شاهه، 4 ڊسمبر 1974ع تي ڳوٺ ڪاروڙي سيد ، تعلقي ۽ ضلعي عمرڪوٽ ۾، درگاهه ڪاروڙي سيد جي گادي نشين سيد علي مراد شاهه جي گهر ۾



جنم ورتو. سردار شاهه مٽياري سادات جي خاندان مان آهي ۽ خانداني طور زميندار آهي. سردار علي شاهه سول انجنيئرنگ ۾ بي. اي تائين تعليم حاصل ڪئي. شاگرديءَ واري زماني کان وٺي هن جو لکڻ پڙهڻ سان شوق وڌيو ۽ نثر ۽ نظم ۾ لکڻ شروع ڪيائين. ادبي دنيا ۾ سردار شاهه جي نالي سان مشهور آهي. مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ مضمون ۽ ڪالم لکندو رهندو آهي ۽ سندس شمار موجوده دور جي سٺن ڪالم نگارن ۾ ٿئي ٿو هن خاص ڪري قبيلائي تڪرارن، وڏيرڪي ۽ سرداري نظام، دهشتگرديءَ، تعليم جي تباهيءَ، سنڌي هندن سان ٿيندڙ ناانصافين، هارين ۽ زميندارن جي تڪرارن، سنڌو درياهه جي پاٽيءَ تي لڳندڙ ڌاڙن ۽ سنڌ کي درپيش مسئلن تي ڪالم لکيا آهن.

سردار شاهه نئين ٽهيءَ جي شاعرن ۾ سٺو مقام رکي ٿو هي حليم باغيءَ ڪانپوءِ واري ٽهي- ميرحسن آريسر، حاجي ساند، اشرف پلي، خليل ڪنيار ۾ پنهنجو مقام رکي ٿو. سندس ادبي، سياسي ۽ تاريخي مطالعو نهايت وسيع آهي. انهن موضوعن تي هو سٺي انداز ۾ تقرير ڪري سگهندو آهي.

سردار شاهه پيءُ جي وفات ڪانپوءِ درگاهه ڪاروڙي سيد جو سجاده نشين مقرر ٿيو. عمرڪوٽ ۽ ٿرپارڪر ضلعن ۾ سندس خاندان جا مريد ۽ پوئلڳ وڏي تعداد ۾ آباد آهن.

سردار شاهه سياسي سرگرمين جو آغاز شاگرديءَ واري زماني کان ڪيو. 2001ع جي بلدياتي چونڊن ۾ يونين ڪائونسل ڪاروڙي سيد لاءِ پيپلز پارٽيءَ پاران ناظم چونڊيو ويو. 2013ع جي صوبائي چونڊن ۾ پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تان پٿوري- ساماري واري تڪ تان سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو آهي.

سيد سردار شاهه جي ڪالمن جو هڪ مجموعو ’مي رقصم‘ جي نالي سان 2011ع ۾ ڇپيو آهي، جنهن تي طارق عالم اڪيڊميءَ ڪيس 2012ع تي اوارڊ پڻ ڏنو آهي.

سردار شاهه ٽه ماهي رسالي سارنگا جي ايڊيٽوريل سٽ جو ميمبر پڻ آهي. هن شوڪت شوري، اسحاق سميجي، اڪبر لغاري، منظور ميراڻيءَ سان گڏجي هن وقت تائين سارنگا رسالي جا 18 ڪن پرچا ڪڍيا آهن ۽ سارنگا پبليڪيشن طرفان ڪيترا نثر ۽ شاعريءَ جا ڪتاب پڻ ڇپائي پڌرا ڪيا آهن.

هن جا ادبي واسطا سرائڪي، پنجابي ۽ اردو اديبن سان تمام ويجها رهيا آهن، خاص ڪري سرائڪي اديب عزيز شاهد سان گڏجي هن ٿر ۽ چولستان جا دورا ڪيا آهن. سارنگا ۾ هن، اسحاق سميجي ۽ ٻين دوستن عزيز شاهد جو هڪ طويل انٽرويو شايع ڪرايو آهي، جنهن ادبي دنيا ۾ وڏي حيثيت حاصل ڪئي آهي.

سردار شاهه هن وقت عمرڪوٽ جي سياست ۾ تمام سرگرم آهي.

**سرداري نظام**: سرداري نظام سنڌ جي ڪجهه حصن ۽ بلوچستان ۾ رائج آهي. سرداري نظام سنڌ جو نج نظام ناهي، ٻين ملڪن کان آيل قومن جي ڪجهه رواجن مان سرداري نظام به هڪ آهي. سنڌ ۾ به بلوچستان جيان ڪجهه ذاتيون اهڙيون آهن، جيڪي صدين کان باقاعدي پنهنجي قبيلي جو سردار/ اڳواڻ چونڊينديون آهن. جيڪو سلسلو گهڻو ڪري ٻين سلسلن وانگر موروثي هلي ٿو جيئن هڪ سردار جي موت ڪانپوءِ ان جي پڳ، ان جي پٽ (پٽ نه هجڻ جي صورت ۾ ڀائٽي، ڀاءُ يا ويجهي رشتيدار) کي پنهنجي ذات جي سمورن چڱن، وڏن توڙي آسپاس جي سردارن رئيسن، وڏيرن ۽ پيرن جي موجودگيءَ ۾ باقائده تقريب ڪوٺائي ٻڌرائي ويجي ٿي. جنهن ڪانپوءِ اهو شخص انهيءَ قبيلي جو باقائدي اڳواڻ يا سردار طور سڃاڻجي ٿو ۽ پنهنجي ذات جي ماڻهن جي سمورن حقن کان وٺي ننڍن وڏن مسئلن جي حل لاءِ انهن جي سرپرستي پڻ ان جي ذمي ٿي وڃي ٿي. سندس ذات جا ماڻهو جهيڙي يا ڪنهن بي ناانصافيءَ واري مسئلي يا نبيري لاءِ وٽس وڃن ٿا ۽ انهن سان انصاف يا ناانصافين وارا معاملا يا فيصلا سردار تي ڇڏيل هوندا آهن. اهي معاملا سردار ترت نبيري ڇڏيندو آهي. نبيري دوران جيڪڏهن ڪنهن ڌر تي ڏوهه ثابت ٿئي ٿو ته ان تي ڏنڊ ڏوهه رکي، متاثر ڌر کي معاوضي طور يا منٿ ميڙ ذريعي راضي ڪري وٺندا آهن. جيئن ڪو خون خرابو وغيره ٿيڻ جهڙيون حالتون پيدا نه ٿين.

سرداري سنڀالڻ جو مقصد اهوئي هوندو آهي ته پنهنجي قبيلي کي متحد رکڻ ۽ انهن کي انتشار کان بچائڻ.

سنڌ جي ڪجهه ذاتين جي اڳواڻن کي ارباب، ملڪ، وڏيرو، سردار ۽ راڻي جي لقب سان سڏيو ويندو آهي.

هن وقت به ملڪ جي اڪثر قبائلي علائقن توڙي سنڌ جي ٻهراڙيءَ جي اثر وارن علائقن ۾ عام چونڊن يا ٻين اهڙن اهم فيصلن ۾ ڪنهن پارٽيءَ جي حمايت ڪرڻ وارو فيصلو سردار تي ڇڏيل هوندو آهي. هو جنهن به ڌر جي حمايت ڪندو، سندس ذات جا ماڻهو خاموشيءَ سان ان جو فيصلو قبول ڪندا ۽ انهن ئي اصولن جي پيروي ڪندا، جن جي سندن سردار تائيد ڪندو. جيستائين سردار حال حيات هوندو، تيستائين انهيءَ قبيلي جي سموري نگراني، راڄ ڀاڳ سان روش، توڙي قبيلي جي اندروني معاملن جي مداخلت وغيره جو حق وٽس ئي هوندو ۽ ڪانئس پوءِ ان جي اولاد مان جيڪو به سرداري سنڀالڻ جي قابل هوندو آهي اُن کي پڳ ٻڌائبي آهي. خاص طور تي وڏو پٽ انهيءَ جو حقدار هوندو آهي، پر جديد تعليم ۽ سماجي سڄاڳيءَ سبب هاڻي اڪثر ماڻهو پنهنجي راءِ جو حق رکن ٿا. (وڌيڪ ڏسو: *جاگيرداري نظام، جلد ڇهون*).

**سرد جنگ** (Cold War): ٻي عالمي جنگ ڪانپوءِ آمريڪا، ان جي اتحادين ۽ يو. ايس. ايس. آر وچ ۾ ٿيل ڇڪتاڻ سبب هيءَ جنگ 1940ع واري ڏهاڪي جي وچ کان 1980ع جي ڏهاڪي جي آخر تائين جاري رهي. عالمي سياسي طاقت جي ٻن وڏن بلاڪن جي جهيڙي جي ڪري شديد متاثر ٿي. ٻنهي جي سياسي آئيڊيالاجيءَ ۾ به فرق هو. آمريڪا جمهوريت ۽ سرمائيداري نظام جو حامي هو. جڏهن ته سوويت بلاڪ ڪميونزم سان لاڳاپيل هو. سرد جنگ دوران آمريڪا جي اهم اتحادين ۾ برطانيه، فرانس، اولهه جرمني، جاپان ۽ ڪئناڊا وغيره شامل هئا، جڏهن ته سوويت بلاڪ جي اوڀر يورپ جا ڪيترائي ملڪ، جن ۾ بلغاريه، چيڪوسلوواڪيه، هنگري، پولينڊ، اوڀر جرمني ۽ رومانيه وغيره اچي وڃن ٿا. ڪجهه عرصو ڪيوبا ۽ چين به سوويت يونين جا حامي رهيا. ڪنهن به ڌر جي حمايت نه ڪندڙ ملڪ غيرجانبدار سمجهيا ويا.

سڀ کان پهريان آمريڪي صحافي والٽر ليپمان 1947ع ۾ ان عنوان سان هڪ ڪتاب لکيو ۽ ’سرد جنگ‘ جي اصطلاح کي مقبول بڻايو. هن جو مقصد هو ته يو. ايس. ايس. آر ۽ ان جي ٻي عالمي جنگ جي اتحادين (آمريڪا، برطانيه ۽ فرانس) وچ ۾ واسطا حقيقي جنگ کان سواءِ ئي خراب ٿي ويا. ايندڙ ڪجهه سالن ۾ انهن ٻنهي ڌرين ۾ پيدا ٿيل رقابت دائمي شڪار اختيار ڪري وئي. انهن ٻنهي طرفن جي پرڏيهي پاليسين جي ايجنڊائن تي ڪنٽرول رکيو ۽ ٻه وسيع فوجي اتحاد جوڙيا، جن ۾ هڪ ’نيٽو‘ ۽ ٻيو ’وارسا‘ وجود ۾ آيو.

سرد جنگ دوران ٻن عالمي طاقتن وچ ۾ ائٽمي هٿيارن جو مقابلو به شروع ٿي ويو. 1980ع جي ڏهاڪي جي شروع ۾ روس ۽ آمريڪا وچ ۾ ڇڪتاڻ جو آخري دور آيو. جنهن جو سبب افغانستان تي سوويت جو حملو هو. صدر ريگن يو. ايس. ايس. آر کي هڪ شيطاني بادشاهت چيو ۽ هو ماسڪو ۾ پنهنجي دشمنن کي طاقت جي ٻولي سمجهائڻ لاءِ پنهنجي فوجي طاقت کي وڌائڻ جي ڪوشش ۾ لڳي ويو. ٻئي طرف روس به آمريڪا تي دهشتگرد هجڻ جا الزام لڳايا ۽ مقابلي لاءِ ميدان تي لهي آيو. سوويتن ريگن کي پنهنجو بدترين دشمن سمجهيو. جنهن سوويت نظام جي عمارت ڊاهڻ ۽ ائٽمي جنگ شروع ڪرڻ چاهي پئي. 1980ع جي وچ واري ڏهاڪي ۾ گورباچوف يو. ايس. ايس. آر جي حڪومت سنڀالي. گورباچوف سوويت يونين جي ڪرنڌڙ ساک کي روڪڻ ۽ پرڏيهي پاليسيءَ جي ڪجهه ذميوارين کي گهٽ ڪرڻ چاهيو پئي. 1986ع کان 1989ع جي وچ ۾ هن سوويت پرڏيهي پاليسيءَ ۾ انقلابي تبديليون آنديون ۽ اولهه سان ڏکهي مدي وارا ناهه ڪيا. گورباچوف جي ڪوششن اوڀر-اولهه جي واسطن کي بلڪل ئي تبديل ڪري ڇڏيو. گورباچوف ۽ ريگن 1985ع ۾ سمٽ ڳالهيون شروع ڪيون




۽ 1987ع ۾ ٻنهي هٿيارن جي ڦهلاءَ کي روڪڻ جو ناهه ڪيو. سوويت حڪومت اولهه يورپ ۾ پنهنجون فوجون گهٽ ڪرڻ شروع ڪيون ۽ 1989ع ۾ افغانستان مان فوجي دستا واپس گهرايا. ان سال اوڀر يورپ جي ملڪن مان ڪميونسٽ حڪومتون ختم ٿيڻ لڳيون ۽ اوڀر ۽ اولهه جرمنيءَ وچ ۾ 1961ع کان قائم ديوار برلن ڊاٽي وئي. 1990ع ۾ جرمني هڪ ڀيرو ٻيهر گڏيل ملڪ بڻيو. 1991ع ۾ يو. ايس. ايس. آر جو خاتمو ٿيو ۽ روس ۽ ٻيون سوويت جمهوريتون خودمختيار رياستون بڻجي اڀريون. انهن واقعن کان پهريان ئي سرد جنگ واري مقابلي بازي ۽ نظرياتي بنيادن تي جنگ ختم ٿي وئي هئي. يو. ايس. ايس. آر جي خاتمي سان سرد جنگ مڪمل طور تي ختم ٿي وئي.

**سر رابرٽ فرانسِس مُودي**: جنوري 1947ع ۾ مسٽر هوج ڊاؤ جي جاءِ تي سر رابرٽ فرانسس مُوديءَ کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو. جيڪو 13 آگسٽ 1947ع تائين هن عهدي تي فائز رهيو. هي سنڌ ۾ انگريز سرڪار جو آخري گورنر ثابت ٿيو. سر رابرٽ فرانسس موديءَ جي دور ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جو بل پاس ٿيو هو.

**سر رپ: هڪ مطالعو** (ڪتاب): شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي جي سر رپ تي لکيل مقالن جو هي مجموعو تاج جويي مرتب ڪيو آهي. ڪتاب کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي. پهرئين ڀاڱي ۾ سنڌ جي نامور ليکڪن جا 14 مقالا شامل آهن. جن ۾ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جو مقالو 'غم جو فلسفو ۽ سر رپ'، محمد حسين ڪاشف جو 'گوندر هٽ نه پير'، ڊاڪٽر هدايت پريم جو 'شاهه جي ٻولي: سر رپ جو لسانياتي جائزو'، ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ جو 'رپ جو راز'، ڊاڪٽر اسد جمال پليءَ جو مقالو 'سر رپ، صوفي ۽ نحوي ترڪيبون'، مير محمد پيرزادي جو مقالو 'سر رپ ۾ تشبيهن جو استعمال'، حافظ محمد بخش خاصخيلي جو 'لطيف سرڪار جو سر رپ'، ڊاڪٽر عبدالرحمان قريشي جو 'سر رپ جو مطالعو'، ڊاڪٽر بشير احمد شاد جو 'سر رپ ۾ وڇوڙي ۽ ويراڳ جا ورلاپ'، حاجي عنايت الله زنگيجي جو 'اتر ڏني اوت'، فقير امداد علي سرائيءَ جو 'سر رپ جو جائزو ۽ سماچار'، نياز سرڪيءَ جو 'سر رپ ۾ اصطلاح ۽ چوڻيون'، احسان عظيم جو 'سر رپ هڪ مطالعو'، محمد ابراهيم سنڌيءَ جو مقالو 'سر رپ جو سماجي ۽ ثقافتي پهلو'، عطاءالله بخاريءَ جو مقالو 'شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو سر رپ' ۽ رقيه غلام علي شاهاڻيءَ جو مقالو 'سر رپ جا راز ۽ رمزون' شامل آهي.




هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ شاهه صاحب جي ڪلام ۾ حسن و جمال جي موضوع تي نَوَ مضمون شامل آهن، جن ۾ خاڪي جويي جو لکيل مضمون 'شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ تخليق ۽ حسنڪاري'، انعام شيخ جو 'لطيف وٽ سونهن جو تصور'، امداد حسيني جو 'پير ڀٽائين گج جڙن' ۽ ٻيا مضمون شامل آهن.

هن ڪتاب جي ٽئين ڀاڱي ۾ ٽي مضمون شامل آهن. جيڪي شاهه لطيف جي سير ۽ سفر تي لکيل آهن. هن ڪتاب جي شروعات ۾ تاج جويي جو لکيل مضمون 'ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ۽ ادبي ڪانفرنسن جو پس منظر' ۽ ڊاڪٽر فهميده حسين ميمڻ جي لکيل صدارتي تقرير به شامل آهي.

323 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2002ع ۾ ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهه ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت پڪي جلد سان 150 روپيا آهي.

**سرس**: سرس ۾ ٻن قسمن جو پَسارڪو وڪراڇي ٿو. جنهن مان هڪڙو آهي رال (Resin) ۽ ٻيو آهي سريش ماهي (Isinglass). هي وڪر قدرتي پيدا ٿئي ٿو ۽ مختلف قسمن جي وڻن مان رس/ ڳاڙ طور حاصل ڪيو

وڃي ٿو. نهرو، نيم نهرو، شفاف، نيم شفاف، شيشي جيان ٽاڪئون، پڙڪيدار ۽ دونهين جي پنيٺ سان هري ٿو. الڪوهل، ايٿر ۽ هيڊرو ڪاربان ۾ ڳري وڃي ٿو پر پاڻي ۾ حل ٿي نٿو سگهي. گرم ڪرڻ سان نرم ٿي رجي پوي ٿو. مختلف قسمن جي رالن جي ڪيميائي جوڙجڪ ۾ فرق ٿئي ٿو ۽ گهڻي ڀاڱي آرگنڪي تيزابن ۽ ايسٽرن (Easters) مارن جي ملاوت ٿين ٿا. عام طور تي انهن جي درجي بندي حاصل ٿيندڙ ذريعن آهر يا نهرائپ ۽ ڳرڻ جي خاصيت آهر ڪئي وڃي ٿي. پنڊ پهڻ جي صورت ۾ به ملي ٿو ته ڪيترو ڇلهر وارن جيتن جي جسم مان رس طور به خارج ٿئي ٿو. ڪن قسمن جي قدرتي رال ۾ جن کي (Oleoresins) سڏجي. رال سان گڏ هڪ اهم تيل به موجود ٿئي ٿو عام طور تي رال چيڙهالي، ڪونئر يا پلاسٽڪ جيان ٿئي ٿي ته ڪن قسمن جي گهڻي



سخت ۽ مزاحمت رکندڙ ٿئي ٿي جن کي گهڻي گرمي پد تي نرم ڪري سگهبو آهي. رال، وارنش، چپڙا لاک (Shellac)، لاک روغن (Lacquer) هڪ ٻجهائيندڙ وکر، ڪاڏن لاءِ هڪ روغن/چمڪائيندڙ مادي، ڏوپ/واس، عطر/پرفيوم، دوائن ۽ بجليءَ جي انسوليٽر طور ڪم اچي ٿو. تارن وارن سازن جهڙوڪ سارنگي ۽ وايولن جي تارن کي هٽڻ سان پيدا ٿيندڙ آواز جو معيار وڌي وڃي ٿو. عنبر (Amber) سخت ۽ پنڊپهڻ ٿيل رال آهي ۽ قديم وٽن مان حاصل ٿئي ٿو. جڏهن ته لوبان (Frankincense) ۽ مُرَ (Myrrh) کي قديم مصر ۾ هڪ قيمتي وکر سمجهيو ويندو هو. جنهن جو قديم يونان ۾ Theophrastus ۽ روم ۾ Pliny The Elder به ذڪر ڪيو آهي. سريش ماهي چيڙهالي خاصيتن سبب ڪيميائي لحاظ کان هڪ ڪارائتو ۽ اهم وکر سمجهيو وڃي ٿو. لڳ لڳدار ۽ نيم شفاف مادو ٿئي ٿو. جيڪو ڪن قسمن جي مڇين جهڙوڪ: اسٽرجن (Sturgeon) ڪاڊ (Cod) ۽ هيڪ (Hake) وغيره جي ڦوٽن (Air- bladders) کي سڪائي حاصل ڪيو وڃي ٿو. وائين ۽ بيئر کي صاف ڪرڻ، جيلي جي هڪ ٻجهائيندڙ مادي، مختلف قسمن جي گلوءِ سيمنٽ ۾ استعمال ٿئي ٿو.

**سر سارنگ** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميارِي ليکڪ حميد سنڌيءَ مرتب ڪيو آهي. هن ڪتاب جا ٻه ڀاڱا آهن. هن جي پهرئين ڀاڱي ۾ نامور ليکڪن جا شاهه لطيف جي سر سارنگ تي لکيل 18 مقالا، جن ۾ 'سارنگ ساٽ ڪجن' (محمد حسين ڪاشف)، 'ڀٽائي گهوٽ جو سُر سارنگ جو مطالعو'، (ڊاڪٽر نواز علي شوق)، 'سر سارنگ: درست پڙهٽيون ۽ سماجي ۽ فڪري پهلو'، (تاج جويو)، 'شاهه عبداللطيف جي ڪلام ۾ زندگيءَ جو فلسفو'، (ڊاڪٽر غلام علي الانا)، 'سر سارنگ ۽ سنڌي عورت جا احساس'، (رضيه شيخ)، 'سر سارنگ جو اهڃاڻ ۽ سنڌ جي جاگرافي' (ڊاڪٽر حبيب الله صديقي)، 'سر سارنگ هڪ مطالعو' (احسان عظيم صديقي)، 'شاهه جي سُر سارنگ جو تصور' (شفيق حسين ميمڻ)، 'سر سارنگ جا رنگ' (نذير ناز) ۽ 'سارنگ سار لهيج الله لڳ اڃين جي' (حافظ محمد بخش جي عنوانن سان مقالا شامل آهن. هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ 6 متفرق مضمون شامل آهن. جنهن ۾ 'فرد امنڊ ڦٽي ڪئي'، (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، 'ساموندي ڪوسگ' (ذاڪر ڪٽي)، 'سر سامونڊي سنڌ جي اقتصادي تاريخ جو ماخذ' (ذاڪر ڪٽي)، 'شاهه جي ڪلام ۾ اقتصادي فلسفو' (ادل سومرو)، 'سر سامونڊيءَ جو پسمنظر ۽ شاهه جا مقرر ڪيل ڪردار' (مخمور مهيري)، 'اڄ پڻ اتر پار ڏي' (نصرت حسين ابڙو) عنوانن سان مضمون شامل آهن.

293 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز 1998ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب جو ملهه ڪچي جلد سان 200 روپيا ڄاڻايو ويو آهي.

**سرسام** (Cerebritis/Meningitis): آڳاٽو، سرسام کي رڳو تيز بُخار جي حوالي سان سڃاتو ويندو هو، پر اڄ جي ميڊيڪل سائنس جي عالمن هن بيماريءَ تي تحقيق ڪري نه رڳو ايترو ٻڌايو آهي ته هيءَ بيماري



دماغ جي جهلين/ پردن (Meninges) ۾ سُور ۽ سوڄ (سوزش) جي ڪري ٿئي ٿي، پر هن بيماريءَ جا قسم، ٿيڻ جا سبب ۽ ان جون علامتون به بيان ڪيون آهن، تنهن کان سواءِ انهن سيني قسم جي سرسامن جو علاج به ٻڌايو آهي.

**جهليون / پردا:** جهليون جيئن ته دماغ (Brain) جون ٽن قسمن جون جهليون ٿين ٿيون. هڪ ٻاهرين جهلي (Dura Matter)، (جيڪا ٻين سڀني جهلين کان وڌيڪ سخت ۽ ٿلهي ٿئي ٿي)، ٻي وچ واري جهلي (Archnoid Matter) ۽ ٽين اندرين جهلي (Pia Matter). هي ٽئي جهليون گڏجي دماغ جو تهه (Layer) ٺاهن ٿيون. جڏهن ڪجهه خاص قسم جا جيوڙا ۽ وائرس دماغ جي تنتي سرشتي (جي مرڪز Central Nervous System ذريعي جهلين ۾ پهچن ٿا ته جهلين ۽ ان جي اوجن (Tissues) ۾ سور ۽ سوڄ (سوزش Inflammation) ڪري وجهن ٿا، جنهنڪري سرسام (Meningitis) ٿئي ٿو. سرسام کي گردن ٽوڙ بخار پڻ چئجي ٿو.



سرسام کهڙي به قسم جو هجي، کهڙي به جيوڙي ڪري ٿيو هجي، يا وائرس ڪري ٿيو هجي، هن بيماريءَ ۾ 80 سيڪڙو ٻار وڃبا آهن. جيڪڏهن هن بيماريءَ جو علاج يڪدم سُتت نه ڪيو ويو ته ٻار جي زندگيءَ کي هرحال ۾ جوکو آهي. ٻار جي زندگيءَ جو دارُ ومدار وقت تي علاج ڪرائڻ يا دير ڪا نه ڪندي آهي.

**(الف) بيماري ٿيڻ جا سبب (Aetiology):** سرسام گهڻن قسمن جي جيوڙن (Bactrias) جي ڪري ٿي سگهي ٿو جيئن

(1) Haemophilus influenzae, (2) Meningococcal (Neisseria Mening, (3) Myobacterium Tuberculosis & (4) Pnemoniae Streptoc Coccus (Pneumococcus)

تنهن کان سواءِ گهڻن قسمن جي وائرس (Virus) جهڙوڪ: (1) Coxsackle Virus، (2) Mumps Virus ۽ (3) Lymphocytic Virus جي ڪري ٿئي ٿو هيٺ خاص قسم جا سرسام ڏجن ٿا:

**(ب) سرسام ۽ انهن جون علامتون Types of Meningitis & Clinical Symptoms:**

**(1) Meningococcal Meningitis:** عام ٻوليءَ ۾ هن قسم جي سرسام کي گردن ٽوڙ بخار يعني Cerebrospinal fever (Spotted fever) سڏيندا آهن. هن قسم جو سرسام Meningococcus (Neisseria Meningitidit) جيوڙي ڪري ٿيندو آهي. هي جيوڙو خاص ڪري صحتمند ٻار ۽ ماڻهن جي ناسن ۽ وات جي ذريعي داخل ٿئي ٿو ۽ رت جي وهڪري (Blood Stream) جي ذريعي پهريائين دماغ جي تنتي سرشتي جي مرڪز (CNS) ۾ پهچي دماغ جي جهلين ۽ اوجن ۾ سور، سوڄ، سوزش ڪري وجهي ٿو پوءِ بيماريءَ کي هيٺ مغزي ڏوري (Spinal Cord) تائين پکيڙي ڇڏي ٿو هيءُ جيوڙو صحتمند ٻار ۽ ماڻهوءَ ۾ به ٻن طريقن سان پهچي ٿو هڪ ته سنئون سڌو هوا ۾ اڏامي صحتمند ٻار / ماڻهو تائين پهچي ٿو ٻيو بيماريءَ ۾ اڳيئي ورتل مريض جي ڳالهائڻ دوران ٿُڪ جي ذرڙن (Droplets) جي ذريعي سامهون واري صحتمند ٻار / ماڻهوءَ پهچي، ان کي بيمار ڪري وجهي ٿو ڏٺو ويو آهي ته هن قسم جي سرسام جو جيوڙو اسڪولي ٻارن ۾، شهر ۾ عام ماڻهن جي پيڙ (Crowd) ۾ ۽ وڏن ماڻهن. سپاهين ۾ جيڪي بيرڪن (Barraks) ۾ رهن ٿا، عام پکڙيو آهي. فوجين ۾ ته هي جيوڙو ايترو گهڻو پکڙيو آهي، جو هيءَ بيماري وبائي صورت اختيار ڪري ويندي آهي.

هن قسم جو سرسام سڀني قسم جي سرسامن مان وڌيڪ ٿيندو آهي، جنهن ۾ وڏ ۾ وڏ ننڍا توڙي وڏا ٻار گهڻي ڀاڱي وڃبا آهن ۽ موت به هن سرسام جي ڪري (خاص ڪري ٻارن جو) وڌيڪ ٿيندو آهي.

**(الف) بيماريءَ جون پهرئين مرحلي جون (شروعاتي) علامتون:**

**(1) مٿي جو سور (Cephalagia) (Head Ache):** هن بيماريءَ جي شروعات تيز مٿي جي سور سان ٿيندي آهي. جنهن ۾ مريض سمجهندو آهي ته سندس مٿو ڦاٽي ۾ اڏ تي پوندو.

**(II) بخار (Fever) (Pyreyia):** مٿي جي سور سان گڏ مريض کي بخار ٿي پوندو آهي، جنهن جو گهڻو زور دماغ (مٿي) تي هوندو آهي.

**(III) دورا (Conulsion):** بيماري ظاهر ٿيڻ تي Onset گهڻو ڪري ننڍن ٻارن کي دماغي دورا پوندا آهن.

**(IV) روشنيءَ جو خوف (Photophobia):** مريض کي روشني ناهي وڻندي، تنهن ڪري مريض ڪوشش ڪندو آهي ته پاڻ کي روشنيءَ کان پري رکي، ڪيترن مريضن کي روشنيءَ کان ڏپ ٿيندو آهي.

**(V) چڙ (Irritation):** جوش/ ڪاوڙ، ڇڄ پياڪ ۽ معصوم ٻار ته بيماريءَ ڪري هر وقت ورِ چندا آهن ۽ وڏا ٻار (مريض) ته پنهنجي پرسان ماڻهو تي ڪاوڙيل ۽ جوش ۾ هوندا آهن.

**(VI) بي چيني (Restless):** مريض کي بيقراري ٿي پوندي آهي.

**(VII) ڊبڙ (Rashes):** بيماري ظاهر ٿيڻ جي ٽئين ڏينهن مريض کي بدن گهڻو ڪري واڱڻائي يا ڳاڙهي رنگ جا ڊبڙ ظاهر ٿيندا آهن.

**(VIII) اکيون اٿڻ (Conjuctivitis):** اکين ۾ سور ۽ سوڄ ٿيندي آهي، (اکيون اٿي پونديون آهن)

**(IX) دل ڪچي ٿيڻ (Nausea):** مريض جي دل ڪچي ٿيندي آهي، وات ۾ پاڻي پرچي ويندو آهي، اٻڙڪا ايندا آهن، جنهنڪري اوڪارا ايندا آهن. هنيون بٽال ٿيندو آهي.

**(X) الٽي (Vomiting):** الٽي ايندي آهي.

**(XI) بک نه لڳڻ (Anorexia):** بک مري ويندي آهي.

**(XII) سستي (Lethargy):** مريض کي سستي (ڪاهلي) ٿي پوندي آهي ۽ آخر ۾ مريض نستو ٿي پوندو آهي.

**(ب) بيماريءَ جي هئي (مهلڪ) مرحلي جون علامتون:**

**(I) مٿي جو سور (Head Ache):** مٿي جو سور تڪڙو وڌي زور وٺي ويندو آهي، جيڪو مٿي سان گڏ هيٺ ڳچيءَ، پٺاڻن ۽ لڱن ۾ پکڙجي ويندو آهي.

**(II) بخار (Fever):** بخار جو زور دماغ تي وڌي ويندو آهي، جنهن جو سبب رت جي دوري جو زور دماغ (Hyperemia) تي وڌي ويندو آهي، تنهنڪري مريض جو منهن ڳاڙهو ٿي ويندو آهي، چڙ ٿي پوندي اٿس، بخار وڌي وڃڻ ڪري جابوليندو آهي، مريض جون اکيون ڇت ۾ کپي ويندیون آهن. دماغ تي گهڻو بخار چڙهي وڃڻ ڪري (نازڪ حالت ۾) مريض خاص ڪري ٻار تنگ ٿي هٿن هٽندو آهي.

**(III) ڪنڌ آڪڙجڻ (Neckregidity):** مريض (خاص ڪري ٻار) ڳچيءَ (ڪنڌ) جي سختيءَ (آڪڙ) جي دانهن ڪندو آهي. جنهن ڪري مريض جي ڪاڏيءَ (Chin) هيٺ سيني تائين مُڙي ڪا نہ سگهندي آهي. مريض جي ڳچي اهڙي تہ سخت ٿي آڪڙجي پوندو آهي جو هنڌ تان اٿڻ وقت ڳچي سڌي شيخ ٿي ڊِڊِرَ سان مٿي ٿيندي آهي. ڪن حالتن ۾ ڳاٽو پوئتي يا هڪ پاسي مڙي ويندو آهي. (هن بيماريءَ جي هيءَ خاص علامت/ نشاني آهي)

**(IV) سِينجڻ (Kerings Sign):** گوڏي (ران) جي وڏي مشڪ (Hamstring Muscle) جيڪڏهن سيڪجي وڃي تہ اها مٿي پيٽ ڏي چڪبي ويندي آهي، جنهن کي سڌو ڪرڻ ڏکيو ٿي پوندو آهي. ڪن حالتن ۾ هڪ تنگ اندر پيٽ ڏي مڙي ويندي آهي تہ ٻي تنگ مڙي ڪا نہ سگهندي آهي ۽ سڌي شيخ ٿي ويندي آهي.

**(V) پيشاب جي سرشتي ۾ خرابي (Adrenal Failure):** بُڪين (Kidneys) جي ٻاهرين پوش پردي (Adrenal Cortex) ۾ رت پرجي وڃڻ ڪري (جيڪا بيماريءَ جي نازڪ حالت ۾ اَوَس ٿيندي آهي) بُڪين جا غدودَ Adrenal Glands پنهنجو ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندا آهن، جنهن ڪري بڪين ۾ ڪيميائي عمل ٿي ناهي سگهندو.

**(2) Pneumococcal Meningitis:** هن قسم جو سرسام (Pneumococcus) Pneumoniaestreptococcus جيوڙي جي ڪري ٿئي ٿو هيءُ جيوڙو نڪ کان داخل ٿي نڙيءَ تائين پهچي ٿو جتان رت جي وهڪري (Blood Stream) جي ذريعي دماغ جي تنتي سرشتي مرڪز (CNS) ۾ پهچي، دماغ جي جهلين ۽ ان جي اوجن ۾ سور سوڄ (سوزش) ڪري وجهي ٿو هن قسم جو سرسام ٽج ٻياڪ ٻارن ۽ معصوم ٻارن ۾ گهڻو ڪري پنهنجي گهر ۾ اڳي ئي هن بيماريءَ ۾ وروتل گهرڀاتيءَ مان منتقل ٿيندو آهي. تنهن کان سواءِ هن قسم جي سرسام ٿيڻ جا ٻيا بہ ڪيترائي واڌو سبب آهن. جيئن ڦڦڙن ۽ ساهہ جون بيماريون. ڪن ۽ نڪ جون بيماريون، ترِيءَ جي وِڍَ ٽُڪ (Spleenectomy) کان پوءِ يا هڏن جي مُک جي مٽاسٽا ڪرڻ (Bone Marrow Transplant) جي ڪري ٿئي ٿو.

**بيماريءَ جون علامتون:** هن بيماريءَ جون لڳ ڀڳ اهي ساڳيون علامتون آهن، جيڪي مٿي گردن ٽوڙ بخار ۾ ڏنيون ويون آهن. سواءِ جسم تي ريڙ (Rashes) ظاهر ٿيڻ جي. (هن قسم جي سرسام ۾ مريض کي گردن ٽوڙ بخار وانگي جسم تي ريڙ ناهن نڪرندا).

**(3) Tuberculus Meningitis:** هن قسم جو مهلڪ سرسام (Myobacterium Tuberculosis) جيوڙي جي ڪري ٿيندو آهي، جيڪو جيوڙو بنيادي طرح ڦڦڙن ۾ سلهہ ڪرڻ کان پوءِ پکڙبو آهي، تنهن کان سواءِ هي جيوڙو لعابي غدودن (Lymphatic Glands)، هڏن ۽ سنڌن ۾ سلهہ ڪرڻ کان پوءِ ڪنهن وقت بہ رت جي وهڪري ۾ داخل ٿي دماغ جي تنتي سرشتي تائين پهچي دماغ جي پردن ۽ ان جي اوجن ۾ پهچي سور، سوڄ (سوزش) ڪري وجهندو آهي، جنهن جي نتيجي ۾ هن قسم جو سرسام ٿيندو آهي.

**بيماريءَ جون علامتون:** جڏهن ننڍن ٻارن کي هن قسم جو سرسام نسرندو آهي تہ پهريائين مائٽن کي اهو محسوس ٿيندو آهي تہ ٻار نستو (ساڻو) ٿي ويندو آهي، ڪيڏڻ ڇڏي ڏيندو آهي، وجي ڪٽ وننڊو آهي. راند ۽ رانديڪن ۾ دلچسپي وٺڻ ڇڏي ڏيندو آهي، ليٽڻ پسند ڪندو آهي، ڪنهن جو ڳالهائڻ ڪو نہ وڻندو اٿس. (ٽج ٻياڪ ٻارَ ماءُ يا مائٽن جي ڪڇڻ تي ورچندا ۽ روئندا آهن) چيڙاڪ ٿي پوندا آهن. بک مري ويندي آهي ۽ قبضي (Constipation) ٿي پوندي آهي. ٻن هفتن کان پوءِ مٿي ۾ سور ۽ بخار ظاهر ٿيندو آهي. انهيءَ کان پوءِ ڏسندي ڏسندي مريض (ٻار) ۾ بيماريءَ جون اهي سڀئي علامتون تڪڙيون ظاهر ٿينديون آهن، جيڪي مٿي گردن ٽوڙ بخارَ واري حصي (مهلڪ مرحلي) ۾ ڏنيون ويون آهن.

ائين وڏن ماڻهن (مريضن) ۾ هن قسم جي سرسام ۾ بيماريءَ جون علامتون مختلف ۽ وڌيڪ خطرناڪ هونديون آهن. وڏن مريضن (ماڻهن) ۾ بيماريءَ جون سڀئي اهي ساڳيون علامتون هونديون آهن، جيڪي گردن ٽوڙ بخار جي ٻنهي مرحلن ۾ ڏنيون ويون آهن، سواءِ مريض کي الٽي اچڻ جي. جڏهن وڏي مريض ۾ بيماريءَ جون پريور علامتون ظاهر ٿينديون آهن تہ اهي بيماريءَ جون خطري واريون علامتون ٿي ظاهر ٿينديون آهن، بخار جيڪو سلهہ جي مريض ۾ سدائين معمولي هوندو آهي، اهو 37°C (99°F کان 100°F) کان بہ مٿي وڌي ويندو آهي، ڪنهن بہ قسم جون دماغي بيماريون منهن ڪڍنديون آهن، گڏ اڏ رنگ جون علامتون بہ ظاهر ٿينديون آهن.

آخر ۾ خاطر خواه علاج نہ هئڻ يا علاج جي اثر کان بيماري وڌي وڃڻ ڪري مريض جي دماغ جي پردن / جهلين ۾ پاڻي پرجي ويندو (Hydrocephalus) آهي ۽ مريض غشيءَ (Coma) ۾ هليو ويندو آهي، جنهنڪري مريض جي بچڻ جو امڪان گهٽجي ويندو آهي، ڪو معجزو ئي مريض کي بچائي سگهي ٿو.

**(4) Viral Meningitis:** دماغ جي تنتي سرشتي (CNS) ۾ مختلف قسم جا وائرس، جيئن: (1) Coxsaekle Viruses، (2) Mumps Viruses ۽ (3) Lymphotic Viruses وغيره پهچي دماغ جي جهلين/ پردن (Meninges) ۽ اوجن (Tissues) ۾ بي قرار ڪرڻ وارو سور، سوج (ساڙو-سوزش) ڪري سرسام ڪري وجهندا آهن. هن قسم جا وائرس سنئون سڌو رت جي وهڪري يا تنتي سرشتي جي ڪنهن به رستي ذريعي گهڻ، پر خاص ڪري کاڌي جي ناليءَ (Alimentary Track) ساهه جي ناليءَ (Respiratory Tract) ذريعي روڳي جاءِ ڪان رت جي وهڪري ذريعي دماغ جي تنتي سرشتي (مرڪز) ۽ اوجن ۾ پهچي سور سوج (سوزش) ڪرڻ کان پوءِ سرسام ڪري وجهندا آهن.

**بيماريءَ جون علامتون:** هن قسم جي سرسام ۾ به بيماريءَ جون اهي ساڳيون علامتون آهن، جيڪي گردن ٿوڙ بخار جي ٻنهي مرحلن ۾ ڏنيون ويون آهن. واڌو هن قسم جي سرسام ۾ مريض کي پيٽ ۾ سور (Colic) ٿيندو آهي.

**سر سامونڊي** (ڪتاب): شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي سرسامونڊي تي لکيل مقالن جو ڪتاب جنهن کي نالي واري ليکڪ حميد سنڌي مرتب ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ 23 مقالا شامل آهن. جن شاهه سائينءَ جي 'سر سامونڊيءَ' جو تحقيقي نموني جائزو ورتو آهي. هن ڪتاب جي مقالان نگارن ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا، تاج صحرائي، ڊاڪٽر بشير احمد شاد جو سر سامونڊيءَ جو مطالعو، ڊاڪٽر نواز علي شوق، نذير ناز ڪانسواءِ ٻيا تحقيقي مقالا پڻ شامل آهن. 229 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب کي 'شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز' 1997ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 120 روپيا آهي.




**سر سنگهار:** هي رباب ۽ سرود جو هڪ قسم آهي، پر هي ساز انهن ٻنهي سازن کان وڏو آهي. هي رامپور جي نواب قلب علي خان جي فرمائش تي ٺاهيو ويو. هن ۾ وڄت جي لاءِ اٺ تارون فولاد جون هونديون آهن، جڏهن ته ٽريون پتل جون هونديون اٿس. ڊانڊ تي نڪل جي پليٽ هوندي اٿس، ته جيئن آڱريون آسانيءَ سان ترڪي سگهن ۽ تارن کي ڇڪي سگهجي. لاپ جوڙ وڄائڻ لاءِ ڪافي موزون هوندو آهي.

**سرسوتي:** سرسوتيءَ جي معنيٰ آهي 'علم جي ڌارا'. هي هڪ ديويءَ جو نالو آهي، جيڪا برهما جي زال آهي، جنهن کي هندو ڌرم ۾ شڪتيءَ واري ديوي به چوندا آهن. هن کي سيني علمن ۽ فن جي موجد سمجهيو ويندو آهي، جن ۾ ڄاڻ، موسيقي، آرٽ ۽ سائنس شامل آهن. هن کي سارڏا، ڀڳوتي، مهامائي، پشتڪا ڌارٽي، واڻي ۽ ورڌا نياڳي به چيو ويندو آهي. هن جي نالي تي هڪ نديءَ جو نالو به آهي، جيڪا الهه آباد کان شروع ٿيئي ٿي ۽ ٿرجي واريءَ ۾ غائب ٿي وڃي ٿي.

جڏهن رگ ويد جا سلوڪ لکيا پئي ويا ته آريائي ثقافت جي ڌيان جو مرڪز جمنا (يمنا)، ستلج (ستودري) موجوده امبالا ۽ سرسوتي نديءَ/ درياهه جي اوڀارئين وهڪري تي هو اها ندي هاڻي ظاهر ناهي ۽ راجستان جي رڻ پٽ ۾ گم ٿيل آهي، پر اها پوءِ ويڪري پيٽ ۾ زوردار ٿي وڃي ٿي ۽ ستلج جي وهڪري سان سنڌو درياهه سان وڃي ملي ٿي. ويدن جي شاعرن هماليه کي ڄاتو ٿي، پر جمنا جي ڏکڻ واري زمين کان ناواقف هئا، تنهنڪري انهن ونڌيا جو ذڪر نه ڪيو اوپر ۾ آريا جمنا کان اڳتي وڌيا ۽ گنگا جو ذڪر دير سان پوءِ جي لکيل سلوڪن ۾ آيو آهي.



گنگا کي به جمنا وانگر ديوي مڃيو وڃي ٿو. سرسوتي زمين جي اندرئين تهه ۾ هڪ طبعي تبديليءَ جي ڪري، چنبل نديءَ جي صورت ۾ وهندي وڃي پرياگ (الهه آباد) واري هنڌ تي گنگا سان گڏ ٿيندي هئي، جيڪا هاڻي جمنا سڏجي ٿي.

ويدن ۾ سرسوتيءَ لاءِ ڄاڻايل آهي ته شروع ۾ اها هڪ ندي هئي، پر سلوڪن ۾ ندي ۽ ديوي ڄاڻايل آهي. سرسوتي ندي پرماورت جي هڪ سرحد آهي. هي آرين جو اوائلي گهر هو، جيڪو سنڌن لاءِ مقدس هو. جيئن گنگا ڊگهي عرصي تائين سنڌن پونيرن جو ٽاڪ هو. هن نديءَ جي پاڻيءَ کي ديوي سرسوتيءَ جي حيثيت سان پاڪ ڪندڙ ۽ زرخيز بنائيندڙ سمجهيو ويندو آهي. رگ ويد ۾ ڪٿي به ديويءَ جي حيثيت سان اهڙو ذڪر نه آهي، پر برهمڻن ۽ مهاڀارت ۾ ائين مڃيو ويندو آهي. ڊاڪٽر معيد سنڌس خوبين جي تفصيل کي ڳڻايو آهي، هو چوي ٿو، "جڏهن ندي هڪ ڀيرو خدائي ڪردار کي حاصل ڪري ورتو ته پوءِ اهو فطري آهي ته کيس مقدس سمجهيو ويو، سنڌس سرپرستي ڪئي وڃي. پوئين وقتن ۾ سرسوتي برهما جي زال، ڳالهائڻ ۽ ڄاڻ جي ديوي، سنسڪرت ٻولي ۽ ديوناگري اکرن جي کوجيندڙ ڪلائن ۽ سائنس جي سرپرست آهي."

رگ ويد جو مترجم پروفيسر ايڇ. ايڇ. ويلسن چوي ٿو ته، "بنگال جي ويشنو مت ۾ اها ڳالهه عام آهي ته وشنو جون ٽي زالون هيون: لڪشمي، گنگا ۽ سرسوتي. پر پوءِ وشنو لڪشميءَ سان گڏ رهڻ پسند ڪيو ۽ سرسوتي، برهما کي ڏني ۽ گنگا، ڪرشن کي ڏني." عورتون هن ڳالهه کي نٿيون مڃين يا ان سان سهمت ناهن. رگ ويد ۾ چيو ويو آهي

تہ، ”سرسوتي جبلن کان وٺي سمنڊ تائين مقدس آهي.“ سرسوتي ديويءَ کي تمام خوبصورت ۽ ذهين مڃيو ويو آهي. ان کري کيس اڇي رنگ ۾ جوڙيو ويندو آهي. کيس چار هٿ ڏيکاريا ويندا آهن. سندس هڪ هٿ ۾ ڪتاب، هڪ هٿ ۾ ستار ۽ هڪ هٿ ۾ هنج پکي آهي ۽ کيس ڪنول جي گل تي ويهاريل ڏيکاريو ويو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي تہ هوءَ علم جي روشني ڦهلائيندڙ آهي. مهاڀارت ۾ لکيل آهي تہ سرسوتي، اتٿاسيہ رشيءَ جي پاراتي سبب سُڪي وئي.

**سرسوتي ندي** (Saraswati River): آڳاٽي دؤر جي ’سپت سنڌو‘ يا ستن درياهن/ ندين مان هڪ ندي. هيءَ ندي قديم سنڌو لوڪن جي ابتدائي زماني ۾ موجود هئي، پر پوءِ اها سُڪي وئي. هيءَ ندي، نندي ڪنڌ جي آريا سماجي مذهب سان واسطيدار لوڪن وٽ هڪ اهم ۽ وڏي مقدس ندي رهي آهي، جنهن جو ذڪر مقدس ويدن، پراڻن، مهاڀارت ۽




منو سمرتيءَ ۾ آيل آهي. هي رگويدي ندي(Rigvedic River)، قديم جمنا (Jamuna) جي اولهہ طرف ستلج (Satlej) جي وچ ۾ وهندي هئي. مهاڀارت (Mahabharta) ۾ ڄاڻايل آهي تہ سرسوتي ندي برپٽ ۾ وڃي چوڙ ڪندي هئي، يعني ان دؤر (1000- 1300 ق. م) ۾ هيءَ ندي هڪ بريٽائون ڊيلٽا (inland delta) جوڙيندي هئي. اها ان جي تمام آڳاٽي شڪل چئي سگهجي ٿي، جيڪا 10 هزار ورهيہ اڳ، قديم برفاني/ ٿڌي دؤر (The Great Ice age) جي گهڻ روپي دؤر (Pleistocene era) جي ابتدا ۾ يا ان کان بہ اڳ وجود ۾ آئي هوندي. ان کان پوءِ هي ندي ٻين سپت- سنڌوءَ وارن درياهن- قديم جمنا، ستلج ۽ سنڌوءَ سان گڏ وهندي ’سنڌوءَ جي نار‘ (Gulf of Indus) وسيلي ’عربي سمنڊ‘ (Arabian Ocean) ۾ چوڙ ڪندي هئي. هي نار، ان زماني ۾ ڪڇ جي ڊيلٽائي پٽن سان لڳو لڳ هوندو هو. ان ريت آڳاٽو ۽ پهريون سنڌو نار (Indus Gulf)، ڪڇ وارو نار ئي چئي سگهجي ٿو.

**سرسوتي هڪ ديومالائي ندي (Mythology of Saraswati)**: هندو ڌرم ۾ سرسوتيءَ کي جيڪا هڪ ديوي سڏيو ويو آهي. دنيا ۾ ’ڄاڻ ۽ ڏاهپ جي ديويءَ‘ (Goddess of Wisdom and Knowledge)طور مشهور آهي. هيءَ ديوي اڇو ويس اوڍي ۽ اڇي ڪنول جو گل هٿ ۾ جهلي، درياهہ جي ڪنڌيءَ ويڻا وڄائيندي ڏيکاريل آهي، جنهن جي آڏو هڪ اڇو هنج (Swan) موجود آهي، سندن پويان ڪنهن ڪنڌيري مور نچي پيو، جيڪو سندس سواري پڻ آهي. مس ڪپڙي (inkpot)، قلم (pen) ۽ ڪتاب سندس اهڃاڻ (symbol) آهن. ان ريت سرسوتي، علم جو امرت ۽ چڱائيءَ جو مکيہ اهڃاڻ آهي. هوءَ آڳاٽن سنڌو لوڪن جي ٻاجهاري ديوي: رقص، راڳ ۽ موسيقيءَ جي لاڏي شِوَ (Lord Shiva) ۽ درگا ديويءَ (Goddess Durga) جي لائق ڌيءَ سڏي وئي آهي. هوءَ ٻڌمت جي 64 يوگنين (جوڳڻين) مان هڪ اهم يوگڻ سڏجي ٿي. ٻوڌي چترڪاريءَ (Icongraphy) ۾ هوءَ منجوسري (Manjushri = عقل جي ديوتا) سان ويڙهل آهي. رگ ويد ۾ سرسوتيءَ کي بهترين ماءُ (Ambitame)، اعليٰ ندي (Naditame) ۽ اتم ديوي (Devitame) جي سهڻن نالن سان بہ ڪوٺيو ويو آهي.



رگ ويد ۾ هڪ رشي سنڌوءَ جي ساراهہ (اُستتي) ڪندي سرسوتي ۽ ٻين درياهن بابت هيئن چوي ٿو:

”اي سنڌو پهريان تون ترشتما (Trishtama) سان گڏ وهين ٿي، پوءِ سسرتو (Sasartu)، رسا (Rasa)، سويتي (Saweti)، ڪڀا (Cabha)، گومتي (Gumati)، ميهتنو (Mehatnu) ۽ ڪرمو (Kurmu) سان گڏجي وهين ٿي.

(هتي سسرتو نديءَ جو مطلب سرسوتي ئي آهي.)

سرسوتي نديءَ جو ذڪر رگ ويد جي چوٿين منڊل کان سواءِ ٻين منڊلن ۾ بہ ملي ٿو، جن ۾ خاص طور 6.61، 7.95 ۽ 7.96 اهم آهن.

رگ ويد ۾ سرسوتيءَ کي تمام گهڻو ساراهيو ويو آهي. ان کي ’امبي تما‘ (بهترين ماءُ)، ’ندي تما‘ (بهترين ندي) ۽ ’ديوي تما‘ (بهترين ديوي) چيو ويو آهي. پر ڪن پڄنن ۾ وري سنڌو نديءَ کي سرسوتيءَ کان اهم سڏيو ويو آهي. جيئن ’ندي استتي‘ ۾. رگ ويد جي منڊل 8.26.18 ۾ ’سونهري ڦيٿن تي وهندڙ سفيد سنڌو‘ کي سيني کان وڌيڪ پرڪشش ندي سڏيو ويو آهي.

رگ ويد منڊل 7.95.2 ۽ ڪن ٻين ۾ سرسوتيءَ کي کير ۽ گيهہ اوتيندڙ ندي بہ ڪوٺيو ويو آهي ۽ منڊل 7.95 ۾ کيس سمنڊ ڏانهن وهندڙ سڏيو ويو آهي، جيڪا پنهنجي تيز وهڪري سان اڇي ٿي ۽ اتان

جي واسين لاءِ دفاع ۽ لوهي قلعي وانگر آهي. اها جبلن کان سمنڊ تائين پنهنجو سڌو رستو وٺي وهي ٿي. باقي ٻين هنڌن تي گهڻو ڪري لفظ 'سرسوتي' نديءَ لاءِ نه، پر ديويءَ لاءِ ڪم آندو ويو آهي.

رگ ويد جو 'ندي استتي سُڪتا' نالي شلوڪ ڏار ڏار اهم ندين جا نالا اوڀر کان اولهه تائين هن ترتيب سان بيان ڪري ٿو گنگا، جمنا، سرسوتي، ستلج، راوي ۽ سنڌو- يعني اها ندي، جمنا ۽ ستلج جي وچ ۾ ڄاڻايل آهي، جيڪا سڄاٽپ گهگهر نديءَ سان ٺهڪي اچي ٿي.

رگ ويد ۾ پنجن قبيلن جو ذڪر اچي ٿو، جن ۾ 'پروتاس' ۽ 'پُروس' سان گڏ اهو به لکيل آهي ته ان جي ڪنارن تي ننڍا ننڍا راجا به رهندا هئا، جن ۾ صرف 'سترا' وڏو راجا هو، باقي 'راجڪا' (ننڍا راجا) هئا.




سرسوتيءَ جو ذڪر رگويد جي پهرئين ۽ ڏهين منڊل ۾ شامل 13 شلوڪن ۾ ٿيل آهي، جن ۾ 'سنڌو'، 'سرسوتي' ۽ 'سارايو' کي وڏيون نديون سڏيو ويو آهي. باقي ٻين هنڌن تي هي ديويءَ طور بيان ٿيل آهي.

هندستان جي حدن ۾ گهگهر ندي ۽ پاڪستان جي حدن ۾ هاڪڙي درياهه جي تسلسل کي اڪثر ماهرن انهيءَ سرسوتي نديءَ سان منسوب ڪيو آهي، جيڪا هاڻي گم ٿي وئي آهي ۽ اها شايد ڪڇ جي رڻ وٽان سمنڊ ۾ چوڙ ڪندي هئي. اڪثر ماهران راءِ جا آهن ته هي ندي اُن ڪري سُڪي وئي، جو اُن جون پرتي ڪنڌ اڪثر ٻيون نديون سنڌوءَ جون پرتي ڪنڌ بنجي ويون هيون.

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب جا ڪيترا ماڳ هاڪڙي درياهه جي آڳاٽي وهڪري جي ڪنارن تي لڌا ويا آهن، جن جي قدامت کي ٽين يا چوٿين هزاري ق. م سان لاڳاپيو ويو آهي، جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته ان دؤر ۾ هيءَ ندي اتان وهندي هوندي. سنڌ ۾ 'ناري' لاءِ ۽ ڪڇ ۾ ان جي سڪل پيٽ لاءِ اچا به ڪي روايتون، هاڪڙي کي 'سرسوتيءَ' سان ڳنڍيين ٿيون. تازو، 20 جنوري 2001ع ۾ ڪڇ ۾ آيل زلزلي سبب زير زمين دٻجي ويل 'سرسوتيءَ' جو وهڪرو مٿي اُڀري آيو هو.

مهاڀارت ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته سرسوتي، رڻ ۾ سُڪي وئي هئي (جنهن رڻ کي 'وناسن' ۽ 'ادرسن' به سڏيو ويو آهي) ۽ اُن جي سُڪڻ جو ڪارڻ اهو ٻڌايو ويو آهي ته جيئن 'اڀير' ۽ 'نشادس' اُن کي نه ڏسي سگهن. ان ۾ هڪڙو حوالو هن ريت آهي ته "ڪُروڪيتر، سرسوتي نديءَ جي ڏکڻ ۾ ۽ درشدوتي نديءَ جي اتر ۾ آهي." مهاڀارت جي 'سڀا پرون' باب (جي 2.29.8) ۾ لکيل آهي ته نڪولا، شودرا ۽ اڀيرا تي فتح حاصل ڪئي، جيڪي سرسوتيءَ جي ڪناري تي سنڌو نديءَ ويجهو رهندا هئا."

هن نديءَ لاءِ رگ ويد ۾ آهي ته:

> هن جو وهڪرو ائين آهي، جڻ ته ڪو رٿ پيو اچي، جيڪو ٻين سمورن پاڻين کان شان ۽ قوت ۾ وڌيڪ آهي.
>
> جبلن کان سمنڊ تائين پنهنجي نج وهڪري سان سرسوتي سڄاتي وڃي ٿي.
>
> نهوسا راجا ۽ سموريءَ خلق لاءِ شاهوڪاري، کير ۽ سگهه مهيا ڪري ٿي.

هن نديءَ جي انهن خوبين جي ڪري، ڪيس ديويءَ جو روپ ڏئي پوڄيو ويو ۽ رگويد ۾ ان سرسوتي ديويءَ بابت تمام گهڻو مواد موجود آهي.

**سرسوتيءَ جو علائقو (The Region of Saraswati)**: سرسوتي ندي (Saraswati River)سنڌ جو اڀرندو درياهه (Eastern River) هو ۽ پنهنجي ڦوهه جوانيءَ واري دؤر (1500- 10000 ق. م) ۾ اولهائين درياهه سنڌوءَ کان 20 کان 70 ميلن جي پور وڇوٽ تي وهندو هو. سرسوتي درياهه، ابتدا ۾ هماليا جي 'هرڪيدن' گليشيئر (Har-ki-dun Glacier) ۽ بندر پونڇ (Bander Ponch) جبلن وٽان نيتوار کان وهندو هو. ويدن واري دؤر ۾ هيءَ ندي، جمنا ۽ ستلج جو وچ ڏئي وهندي هئي. ان دؤر ۾ لوڻي ندي (Luni River)، درشدتي (Darishdvati)، جمنا (Yamuna) ۽ ستلج (Satlej) سرسوتيءَ ۾ اچي چوڙ ڪنديون هيون. ايڏو پاڻي ڪٽي وهندڙ هيءَ ندي قدرتي زميني تبديليءَ سبب اڄ وڃائجي وئي آهي ۽ پنهنجي سهيوڳي درياهن: مارڪنڊا (Markanda)، چٽانگ (Chautang)، ستلج (Satlej)، بياس (Bias) ۽ سنڌوءَ (Indus) وانگر وڌيڪ وقت قائم نه رهي سگهي. هيءَ ندي 1600 ڪلوميٽرن ۾ وهندي، اوڀر- اولهه پنجاب واري ٿر سان گڏ اولهه راجستان، ڪڇ ۽ ڏکڻ گجرات جي گهڻي ماڳن کي آباد ڪندي هئي. ان کي ڪن هنڌن تي هاڪڙو به سڏيو ويو آهي. قديم زماني ۾ هن درياهه/ نديءَ جي ڪنارن تي 1200 کان مٿي وسنديون آباد هيون، جن جي زندگي، وڻج واپار ۽ پيٽ قوت مٿس هو.

سرسوتي ندي 'قديم سنڌو سڀيتا' (Ancient Indus Civilization) جُڙڻ کان گهڻو اڳ (10000- 8000 ق. م) 'سپت سنڌو' واري علائقي جي هڪ مُک ندي رهي آهي. سرسوتيءَ جي وهڪري جا ثبوت ٽونس درياهه (Tons River) کان اترپرديش جي اولهه گرهوال (West Garhwal) کان ڪڇ جي رڻ تائين مختلف هنڌن تان واريا‌سن طوفانن (Sand Storms)

جي ڪري ميسارجي ويل وٽن ڪانپوءِ لين ٿا. هي ندي، چتانگ درياهہ (Chitang River) جي اولهہ طرف ڪان وهندي هئي. برف ۽ ٿڌ جي چوٿين دؤر گهڻ روپي زماني (Pleistocene Period) جي منڍ ۾ پُڄاڻيءَ



واري وقت (10000 years ago) درياهن جي وهڪرن جي جڙڻ ۽ پرپور نموني روان دوان ٿيڻ دوران هيءَ ندي پاڻيءَ جو هڪ وڏو وهڪرو (سوتر = Sotra) هئي. هيءَ سدا وهندڙ ندي (Perenial River) جي حيثيت ۾ همااليائي برفاني سلسلي ’هرڪيدن برفاني گليشيئر‘ (Har-ki-dun Glacier) تمام گهڻو پاڻي ڪٽي، جابلو سلسلي ’بندر پونڇ‘ جي نيتوار (Natwar) وٽان وهندي ستلج (Satlej) جي سُوتر (Sotra) ڪيلاش جبل (Mountain Kelash) وٽان پاڻيءَ جو وڏو حصو ڪٽندي چتانگ درياهہ وانگر ٿي ’شواليڪ جابلو سلسلي‘ (Shivalik Mountain Range) مان نڪري ناهم ۽ ساڏو راءِ جي وچ وارين ٽڪرين مان لنگهي جابلو نئن جو ججهيرو پاڻي ڪٽي وهندي هئي.

چتانگ ندي بہ هاڪڙي/ سرسوتيءَ جي پرتي ڪندڙ اوير واري شاخ هئي، جيڪا ساڏو راءِ جي اتر ڪان ’شواليڪ‘ (شوا جي جبلن) مان نڪري ڪرنال (اوپر پنجاب) ڪان 9 ميل اولهہ طرف ڏئي اولهہ ڏکڻ جو رخ وٺندي هئي. اتان جِند، رام راءِ جو اولهہ ۽ اولهہ ڏکڻ ڏئي پوءِ هانسيءَ جو اوپر ڪان ڏکڻ وارو پاسو ڏئي بيڪانير جي راڄڌاني پادرا ڪان مٽيندي، روت سر ڏئي گهٽوا اڳتي وڃي گهگهر نديءَ سان ملندي هئي.

گهگهر ندي (Drishadvati River) هاڪڙي سان ملڻ ڪان اڳ ۾ پاڻ بہ ڪڏهن هڪ الڳ ندي هئي ۽ ڪهلور جي جابلو علائقي مان پاڻي ڪٽندي هئي. هيءَ ندي پنهنجي الڳ صورت ۾ اتر اولهہ ڪان وهندي هئي، جتان سرسوتي ۽ چتانگ جا وهڪرا پاڻي ڪٽندا هئا. اتان نڪري پنير ڪان ٿيندي اولهہ، اولهہ ڏکڻ منهن ڪري انبالا پهچندي هئي. بعد ۾ فتح پور، پنيري، ڪهرام ڪان اڳتي اچي ساڻس ڪونسيلا ۽ پٽيل نديون اچي ملنديون هيون. اگوند ۽ سمانا ڪان پوءِ ڪيتريون ئي نئيون هن وهڪري سان ملي وينديون هيون. تهوانا ڪان هيٺ هن کي ’گاجي واءِ‘ ۽ ’پنج ند‘ بہ سڏيو ويندو هو. سرسوتيءَ بہ گهگهر نديءَ سان ملي وڃي ڪڇ جي نار ۾ چوڙ ڪندي هئي. ان ڪري سرسوتيءَ جو هنومان ڳڙهہ ڪانپوءِ هيٺيون وهڪرو گهگهر ندي ئي هئي.

اتان ڪان اها وڏيڪ اولهہ ڏکڻ ڏانهن لڙي، ڪئٿل، هونگ- الاچي، ڊنڊيل ۽ سيرسا ڪان ٿيندي، پيراج جي ٽبي (پيراج جي پٽ) وٽ رسندي هئي تہ ساڻس ’چوا نديءَ‘ جو پاڻي اچي ملندو هو. پوءِ پٽنير جو اتر ڏئي ۽ فتح پور پرسان وڃي هاڪڙي سان ملندي هئي. ان ريت مختلف جاين تي ڪيتريون ئي نديون ۽ نئيون: مارڪندا، تلوهي، سُويتي، گمهلا، ڪانڊ، پاڳ نهر، چوا ۽ موهڙ جو پاڻي اچي هن وهڪري ۾ چوڙ ڪندو هو. ان ڪانسواءِ جيسلمير ڪان پوءِ پوهڪرن ندي بہ اچي ساڻس ملندي هئي.

سرسوتي/ هاڪڙو، ستلج، چتانگ ۽ گهگهر جو پاڻي ڪٽي هيٺ هلندي اچي بهاولپور جي موجوده علائقي دوش- آب وٽ پهچندو هو جتي سنڌو درياهہ هن سان سنگم ڪندو هو. جنهن ۾ ڪابل، جهلم، چناب ۽ راوي ندين جو پاڻي اچي شامل ٿيندو هو.

سرسوتيءَ جو وهڪرو برپٽ واري وارياسي علائقي مان لنگهندو هڪ پيرو گم ٿيڻ ڪانپوءِ وري اٽڪل چاليهارو ڪن ميلن ڪان پوءِ ڏسڻ ۾ ايندو هو. ان ريت سرسوتي نديءَ جو وهڪرو ايرندي وارياسي برپٽ ۾ بہ يا ٽي پيرا لِڪ لڪوٽي ڪرڻ ڪانپوءِ باره ڪيڙا (Barah Khera) وٽان ظاهر ٿيندو ۽ لاڳيتو وهندو ويندو هو. هڪ زماني ۾ هن نديءَ کي ’سک ستيءَ‘ (Sukh Satti) بہ سڏيو ويندو هو. سرسوتيءَ تي راورٽيءَ (Raverti) جي اپياس موجب سرسوتي نديءَ جو وهڪرو مصطفيٰ آباد ڪان اڌ ڪوهہ اتر ڏانهن ٿي پوءِ اولهہ واري بيابان وٽان پاسو ڏئي، بہ ڪوهہ اوپر ڏانهن وڃي ٿانيسر (Thanesor) ڪان اتر ڏانهن لڙي پيهوئا (Pehua) ڪان ڏکڻ وارو



پاسو ڏئي وهندو هو. گمتيلا (Gumthaila) جي واٽ ڪان ڪئٿل (Cathle) ڏانهن ويندو هو. ڪئٿل وٽ هڪ ماڳ تي سرسوتي مٿان ويجهڙائيءَ ۾ اڏيل هڪ سرن واري بُڪران پل کي اُڪري ڏسبو تہ سرسوتيءَ جو وهڪرو سڌو ڏکڻ اولهہ ڏانهن هو. ان زماني ۾ جڏهن آبڪلاٽيءَ ۾ سرسوتيءَ ۾ چاڙهہ ايندو هو، تڏهن ڪئٿل (Cathale) جا مارو ماڻهو، پيهوئا وٽان هن نديءَ مان واهہ (گهاڙ واهہ) کوٽي ان ۾ آيل ساوڻيءَ جي اُٿل واري پاڻيءَ تي پوکي راهي ڪندا هئا. اهڙي ابتدائي پوکي راهيءَ جو نظام (Rudimentary Cultivation System) سموري سرسوتيءَ جي ڪنارن سان ان دؤر ۾ عام جام هوندو هو. ڪئٿل ڪان

سرسوتي ندي

'سمانا' جي واٽ تي 'هرمولا' تائين هيءَ ندي ٻن جاڙهن ۾ ورهائجي وهندي هئي ۽ اتي جي تلن ۽ تراين ۾ ڪي ڍنڍون به جوڙيندي هئي.

سرسوتي ندي جي قديم وهڪري جا نشان اڄ به فريسمجرا (Furismajra) کان پيهوئا (Pehua) ۽ اُتان کان ٿهوانا (Tehwana) جي ويجهڙائيءَ کان وٺي بانهرا (Banhra) تائين گهٽ ۾ گهٽ اٺن ڪوهن تائين چٽا نظر اچن ٿا. بانهرا (Banhra) کان اناويهه ميل هيٺ ساڄي ڏس طرف ان جو وهڪرو اڻ چٽو آهي.



مارڪنڊا (Markanda) وٽ سرسوتيءَ جو هڪ وهڪرو شاهه آباد (Shadabad) کان ٿاسڪا (Thaska) کان ٿيندو، اولهه کان ڦيرو ڏئي ڏکڻ واري پاسي وڃي پاڻ گهگهر نديءَ جو روپ وٺندو هو. ڪجهه زماني کان پوءِ ٿاسڪا (Thaska) پهچڻ کان پهرين گهگهر نديءَ جي صورت ۾ سرسوتي وڪڙ کائي پيهوئا وٽ وڃي رسندي هئي.

هيءَ ندي ڀادرا (Bhadra) کان اولهه ڏانهن ڪجهه پنڌ تي چتانگ نديءَ (Chitang River) سان وڃي ملي ٿو اتان کان هنن ٻنهي ندين: سرسوتي ۽ چتانگ جو گڏيل پاڻي هاڪڙي نديءَ (Hakra River) جي نالي سان هاڪاري آهي. ان ريت هڪ اڀياس موجب سرسوتيءَ جو مٿيون وهڪرو، جيڪو غوثپور (پنجاب) تائين هاڪڙي جي نالي سان آهي ۽ هيٺيون وهڪرو هنومان ڳڙهه کانپوءِ گهگهر ندي بڻجي وهي ٿو بلڪل اهڙيءَ ريت، جيئن سنڌو پنهنجي 1800 کان 2000 ميلن جي سفر دوران، 'شنتو'، 'اباسين'، 'مهراڻ' ۽ 'سنڌوءَ' نالن سان ڪوٺجي ٿي.

هڪ ٻئي حوالي ۾ اچي ٿو ته، "سرسوتي پنهنجي پوئين دؤر ۾ ڪمزور هئڻ واري حيثيت ۾ گهگهر ۽ ناري جي نالي سان سڃاپي وئي."

سرسوتي نديءَ جي وهڪري ۾ ڪيترين ئي تبديلين ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. ڪن درياهي علم جي ڄاڻن جو چوڻ آهي ته سرسوتي نديءَ ڪٿي به ڪنهن ٻي نديءَ سان نه ملي، پر سرسوتي پنهنجي ابتدا ۾ تونسي ندي (Tonsi River)، وچ ۾ گهگهر ندي ۽ آخر ۾ لوڻي نديءَ سان سنگم ڪري وڃي ڪڇ جي نار ۾ چوڙ ڪندي هئي.

آڳاٽي وقت کان ئي (10000 ورهيه اڳ) سرسوتيءَ جو مٿيون وهڪرو، هاڪڙو سمورين ندين جو پاڻي کڻي وڃي بهاولپور جي وچولي علائقي دوش- آب وٽ سنڌوءَ سان ملندو هو. وچٿوٽ وٽ هي ندي ٻه درياهي جوڙي ڪري وهندي هئي. هن جو اوپر وارو وهڪرو- ناري جي شڪل ۾ وهندو هو ۽ قديم زماني ۾ سندس اولهه وارو وهڪرو اروڙ تائين وڃي نڪرندو هو. اتان اهو خيرپور ۽ ڪوٽڏيجيءَ وارا ماڳ وڃي آباد ڪندو هو.

دوش- آب واري وڏي ڍنڍ مان سنڌوءَ نالي هڪ ننڍو وهڪرو نڪرندو هو، جيڪو ڪنڊڪوٽ ۽ شڪارپور جو پاسو ڏئي موهن جي دڙي کان ٿيندو منڇر ۾ چوڙ ڪندو هو ان جو ٿورو پاڻي ڪشمور کان مٿان سنڌوءَ مان ڇڇي اروڙ وڃي هاڪڙي جي اولاهين شاخ سان ملندو هو.

دوش آب وٽان ئي هاڪڙي نالي سان هڪ وڏو وهڪرو اڳتي وڃي وچٿوٽ (ونجهروٽ) ٻه درياهي جوڙي وهندو هو. جنهن جو ننڍو ڦاٽ وچٿوٽ جو اولهه ڏئي اروڙ رسندو هو ۽ اتي سنڌوءَ جي ننڍي وهڪري ساڻ وڃي ملندو هو.

اروڙ وٽان به وهڪرا ڦٽندا هئا، جن مان هڪ 'سنڌوءَ' نالي هو، جيڪو ناروءَ جي ڍوري، ڪوٽڏجي، ڪوٽڙي ڪبير، هالاڻيءَ کان ٿيندو سنڌ جو وچ ڏئي برهمڻ آباد جو رخ ڪندو هو. ٻيو وهڪرو ڏکڻ، ڏکڻ- اوڀر ڏئي وهندو هو، جنهن کي هاڪڙو سڏيو ويندو هو. وچٿوٽ جي اوڀارين درياهي شاخ جو پاڻي سائدي ڳوٺ وٽ اچي هن سان گڏبو هو. اهو گڏيل



وهڪرو ڪلريءَ وٽان وري ٻن جاڙهن ۾ ورهائجي ويندو هو. انهن مان اولهه واري سنڌوءَ جي برهمڻ آباد واري وهڪري سان وڃي ملندو هو ۽ اوپر وارو وهڪرو وڃي پراڻ ڍوري سان ملندو هو. جيڪو علي بندر کان ٿيندو ڪوري نار ۾ وڃي ڪِرندو هو.

سرسوتي/ هاڪڙي جي هڪ منداڻتي ندي يا ننڍي جاڙهه جي حيثيت ۾ وهڻ جو ذڪر پندرهين، سترهين ۽ ارڙهين صديءَ تائين ملي ٿو. 'طبقات ناصري' جو مصنف لکي ٿو ته، 625 هجريءَ ۾ سلطان التمش ناصرالدين جي اُچ تي حملي کان اڳ، ملڪ تاج الدين ملتان جي ونجهروٽ (وچٿوٽ) جو صوبيدار هو ۽ اهو علائقو هاڪڙي تي آباد

ٿيندو هو. هاڻي اهو علائقو بهاولپور جي حدن ۾ آهي. دهليءَ جي بادشاهه فيروز شاهه تغلق (1388- 1351ع) هاڪڙي/ سرسوتي نديءَ جي ڪناري اوپر پنجاب ۾ 'فيروزپور' نالي شهر بڏايو هو.

'تاريخ بدايونيءَ' جو مصنف عبدالقادر بدايوني لکي ٿو ته سلطان فيروز تغلق هڪ ٽڪريءَ جي گهاڙ ۾ پڪڙيل پاڻيءَ کي، ٽڪريءَ جي هڪ پاسي کان ٽڪرائي، سرستي (سرسوتي) نالي نهر ۾ آندو، جيڪا سهرند، منصور پور ۽ سمانا جا علائقا آباد ڪندي وڃي ستلج ۾ پوندي هئي. ساڳئي نموني سلطان فيروز تغلق گهگهر مان هڪ واهه کوٽايو، جيڪو کيرا واهه ۾ وڃي ڇندبو هو. ان ريت سلطان سن 756هه/ 1355ع ۾ ستلج نديءَ مان هڪ واهه کوٽائي جهاجهر تائين آندو ۽ ٻئي سال جمنا مان بيو واهه کوٽايو، جنهن ۾ ستن مختلف نين جي پاڻيءَ اچي ڇوڙ تي ڪيو. اهو سارو پاڻي حصار فيروز جي پر ۾ هڪ ڍنڍ ۾ اچي پوندو هو ۽ حصار فيروز جي چؤطرف کاهين ۾ پڻ اهو پاڻي پريو ويندو هو.

امير تيمور صفر 802هه/ آڪٽوبر 1399ع واري هندستان تي حملي وقت هرياريءَ واري دوري کي اُکري نه سگهيو هو. اها هرياري فيروز پور شهر پرسان بياس ۽ ستلج جو پاڻي هڪ ڍنڍ ۾ اچي گڏ ٿيڻ سبب جڙندي هئي، جنهن کي 'گهلوءَ جو گهارو' يا هرياري چوندا هئا، ڪن ليکڪن هن کي نورتي ڍنڍ به چاڻايو آهي. اڳتي هلي امير تيمور سرسوتي نديءَ تي اڏيل بڪران (Bakran) پل وٽ اچي لٿو، جتان بي منزل ڪري ڪيٿل پهتو، جيڪو سمانا کان سترهن ڪوهن جي پنڌ تي هو. ان ريت تاريخ ۾ ڪٿي به گهگهر/ سرسوتي/ هاڪڙي جي سُڪڻ جو ذڪر نٿو ملي. لڳي ائين ٿو ته هنن ندين جا پيٽ اڃا لٽ اوراٽيا نه هئا ۽ سندن پرتو نندين ندين ۽ نئين هنن کان مڪمل طور منهن نه موڙيو هو. ان ڪري آبڪلاٽيءَ ۾ هنن ندين جو پاڻي هڪ ساليانو فصل اپائڻ جيترو هو.

ميان غلام شاهه پنهنجي چوٿين حڪمرانيءَ واري دوُر (آگسٽ 1757ع کان 1 آگسٽ 1772ع)، (وفات) تائين رهيو. هن ان دوُر (1762ع) ۾ سنڌو نديءَ جي اوپر واري شاخ جيڪا لکپت تائين هاڪڙي جي پيٽ ۾ وهندي هئي، ان کي بند ڏياري ڪڇ جي ٻنيءَ واري علائقي کي ويران ڪيو هو.

اڄ سرسوتي هڪ اهڙي وڃايل ندي آهي، جنهن قديم سنڌو لوڪن جي سارسنڀال ڪئي هئي ۽ جنهن جي ڪنڌيءَ تي سنڌو تهذيب جي اوسر ڪندڙ اوائلي سماجي گروهن جي هڪ وڏي چاڙهه اُسري ۽ نسري هئي، جن پهرئين زرعي سماج جو بنياد 10000 ورهيه اڳ وڌو هو ان ريت شڪاري، چراگاهي ۽ نئين پٽرواري سماج جي انهن لوڪن سنڌ جي سڄي اوپر واري پاسي انيڪ شهر بڏا، جن ۾ ڪالي بينگن، گونئري والا، راکي ڳڙهي، نوهنو، ڍول ويرا ۽ لوٿل هاڪارا شهر هئا. ان ريت ڏکڻ گجرات کان وٺي اوپر پنجاب تائين، پوکي راهي ۽ وڻج واپار جو اعليٰ نظام قائم ڪيو ويو. اهو هڪ گهڻ نسلي سماج هو جنهن ۾ اصلوڪا سنڌي، يا پروٽو سنڌي فلسطين کان آيل پروٽو آسٽريلائيڊ، آفريڪا کان آيل نيگرائيٽ ۽ ڪوهه يورال کان آيل دراوڙ لوڪن جو گڏيل ذهني ۽ جسماني پورهيو شامل هو جن هڪ اوائلي سنڌو سڀيتا جو بنياد وڌو ۽ ان جي اوسر ۾ ڀرپور ڀرو ورتو. انهن ئي لوڪن اڳتي هلي 'سنڌو- سرسوتي سڀيتا' (Indus- Saraswati Civilization) جو بنياد وڌو. ان ۾



ڪو به شڪ نه آهي ته سرسوتيءَ وارا قديم ۽ هاڪوڪا پڙيانگ علائقا ابتدائي ۽ سنڌو تهذيب جي شهري دوُر (Mature Urban Period) واري قديم سماج جي نيپاج ۽ سنڌو سڀيتا جي اوسر وارا علائقا هئا. اڄ واري دوُر ۾ سرسوتيءَ جي هڪ نشاني سنڌ جي جديد بئراجي نظام جو هڪ 200 ميل ڊگهو 'نارا ڪئنال' (Nara Canal) وڃي بچيو آهي، جيڪو گهگهر ندي/ سرسوتي نديءَ جو پوئين دوُر جو نئون روپ آهي ۽ بهتر نموني محفوظ ٿيل آهي.

ايم. ايچ. پنهور جي تحقيق موجب، سرسوتي اوائلي گهڻ روپي دوُر (Pleistocene era) ۾ لوڻي نديءَ ۾ ڇوڙ ڪيو ٿي، وچئين گهڻ روپي دوُر ۾ سرسوتي، گهگهر نديءَ جي روپ ۾ امرڪوٽ ويجهو ڇوڙ شروع ڪيو. پوئين گهڻ روپي دوُر ۾ هن مکي ڍنڍ، فراش ڍنڍ ۽ چوٽيارين وارين ڍنڍن ۾ هاڪڙي وسيلي ڇوڙ ڪيو ٿي. انهيءَ گهڻ روپي دوُر جي آخر ۾ جڏهن برفاني دوُر جي پڄاڻيءَ تي برفاني تودا (Glacier) وڳهري رهيا هئا، اٽڪل 10 هزار ورهيه اڳ سرسوتيءَ پنهنجو نئون وهڪرو بيڪانير ۽ بهاولپور کان سڪر ڏانهن جوڙي ورتو ۽ ٻهءِ هاڪوڪي ريٽي ۽ اوپر واري ناري (هاڪڙي) وسيلي ڪڇ جي 'ڪوري نار' (Gulf of Kutch) ڏانهن وهڻ شروع ڪيو. هڪ ٻئي قديم درياهي وهڪرن جي کوجنا ڪندڙ پروفيسر يشپال (Prof. Yashpal) پڻ مصنوعي گروهن (Satellite) وسيلي ورتل تصويرن ذريعن مشاهدو ڪيو آهي ۽ سرسوتي/ گهگهر نديءَ جو سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪرڻ يا نه ڪرڻ واري سوال تي بڌايو آهي ته سرسوتي نديءَ جو ڇوڙ پاڪستان جي 'ماروت ڍنڍ' (Marut Lake) ۾ ٿيندو هو جيڪا بيري والا ۾ آهي، جڏهن ته قديم دوُر بابت ڪيل هڪ اڀياس موجب 'ماروت ڍنڍ' هڪ آڳاٽي ساموندي ڪناري تي نهيل

ڊنڊ هئي. اهو آڳاٽو وهڪرو (Palaeo channel) ڪجهه وقت کان پوءِ ٻين انيڪ ندين جي پاڻيءَ سان ڀرپور ٿي ماروت (Marut) واري ڊنڊ ڪي هڪ پاسي کان ڪرڙي پنهنجو نئون گس جوڙي سنڌو ڏکڻ ڏانهن وڌي رڻ ڪڇ کي لتاڙي وچي سنڌوءَ جي نار (Gulf of Sindh) وسيلي 'هندي وڏي سمنڊ' (Indian Ocean) ۾ پوندو هو. سرسوتيءَ جو اهڙو چوڙ وارو عمل گهٽ ۾ گهٽ 10000- 8000 ورهيه اڳ شروع ٿيو هوندو.

سرسوتي/ هاڪڙو پنهنجي هماليائي سلسلي 'هرڪيدن' برفاني سلسلي (Har-ki-dun) کان واسطو ٽُٽڻ کانپوءِ خودمختيار ندي نه رهي. جيئن ته اوائلي قديم دؤر ۾ هن جو لاڳاپو هماليائي سلسلي سان رهيو ۽ 'هرڪي دن برفاني' سلسلي (Har-ki-dun Glaciers) مان پاڻي حاصل



Vedic Saraswati as drawn by Valdiya

ڪري ڪو زمانو اوج ماڻي وهندو هو. پر گهٽ ۾ گهٽ اج کان 3500 ورهيه اڳ ان جو 'هرڪي دن برفاني' سلسلو ٽٽي پيو. ان کان پوءِ به هي ندي شواليڪ جابلو سلسلي جي ڪيترين ئي ندين ۽ درياهن: امبالا، تمانير ۽ ٻين ندين کان ڪافي پاڻي وٺي ڪروڪيتر، ڪرنال ۽ پٽيالا، اوير پنجاب وارن علائقن مان لنگهندي گهٽ وڌائيءَ سان ڪو زمانو زنده رهي.

ان ريت سرسوتي ندي پنهنجي پرتي ڪندڙ ندين (Tributiries) ذريعي ڪو زمانو زنده رهندي آئي. رڳو منڊ آهر ساوڻيءَ جو چڱو چوکو پاڻي پاڻ سان ڪٺي وهندي رهي، هوريان هوريان ان جي پرتي ڪندڙ برساتي ۽ ٻين سدا وهندڙ ندين، ساونڻيءَ جي منڊ ۾ وهندڙ نئين جي پاڻيءَ کي پاڙيسري درياهن قابو ڪري مٿن مڪمل ضابطو آڻي ڪين پنهنجيون پرتي ڪندڙ نديون بڻائي ورتو ان ريت ڀرپور موجن سان وهندڙ ماضيءَ جي سرسوتي ندي هڪ پڙپانگ ۽ خشڪ ۽ سُڪل پيٽ واري ندي بڻجي وئي. هن جي پراڻين ساڻي ندين جي نشانين طور 'لنڪارن سر' (Lunkaran Sar)، دَدواڻا (Didwana) ۽ سانڀر (Sanbhar) نديون وچي بچيون آهن. جيڪي جيلسمير ۽ پَچپدرا (Pachpadra)

تائين وهنديون، اڄ به پنهنجو وجود سانديي ويٺيون آهن. سرسوتيءَ جي گم ٿيڻ سان ئي ان سان لاڳاپو رکندڙ قديم سنڌو لوڪن، جن سنڌ جي اوائلي سماجي گروهن: شڪاري، چراگاهي، مالوند ۽ زرعي سماج جي ابتدائي اوسر ۽ جوڙجڪ ڪئي هئي ۽ ڪين گڏي سنڌو تهذيب جي هڪ قديم اعليٰ ثقافتي بنيادن کي مستحڪم بڻايو اها سرسوتي ندي جنهن وسيلي 'سنڌو- سرسوتي سڀيتا' جڙي هئي، سا هڪ آڳاٽي ثقافتي سرچشمي (parent of cultural evolution) جي حيثيت ۾ سُڪي وئي ۽ ان سان گڏ ان تي تڳندڙ منظم راڄائتي راهپ ڀڻ متاثر ٿي ڪک پن ٿي وئي.

**سرسوتيءَ جي اڀياس جا ٽي رُخ (Three Aspects of Saraswati Study):** ڊاڪٽر ايس. ڪليا نارمڻ (Dr. S. Kalyanarman) جي تحقيق موجب سرسوتيءَ اڀياس جا ٽي رخ جڙيا آهن:

پهرئين اڀياس مطابق سرسوتي ندي بلاشڪ هڪ دائم درياهه جي حيثيت ۾ 3000 ق. م ۾ وهندي هئي، جڏهن سنڌو تهذيب (Harapan Civilization) اُسري هئي، اها سرسوتي ندي، هماليائي برفاني سلسلي 'هرڪي دن' (Har-ki-dun) کان وهندي گرهوال (Garhwal) کان ٿيندي ڪنبات نار (Gulf of Khambat) ويجهو لوٿل (Lothal) کان ٿيندي احمد آباد لڳ نندي رڻ مان لنگهندي نال ڍوري (Nal Lake) ۾ وڃي پوندي هئي، ٻي هزاري ق. م ۾ گجرات هڪ ٻيٽ هو ۽ ممڪن آهي ته سرسوتي اتان ڪنبات نار ۾ وڃي چوڙ ڪندي هجي.

اڀياس جو ٻيو رخ: پون طبعي صورتحال ڏسيندڙ ثبوتن، رگ ويد جي شلوڪن ۽ قديم آثارن جي شاهدين جي آڌار تي جڙيو آهي. ان موجب سرسوتي ندي هڪ وڻجارڪي سامونڊي تهذيب واري ندي هئي، اها تهذيب ڌاتو واري اقتصاديات (Metal- based Economy) رکندڙ هئي، انهيءَ دؤر ۾ موهن جي دڙي وٽان سنڌو درياهه ٻواهو جوڙي، ان ريت وهندو هو جو موهن جو دڙو هڪ ٻيٽ وارو شهر (Island) بڻجي ويو هو. انهيءَ دؤر ۾ موجوده بهاولپور ضلعي جا گونئري والا (Ganweri Wala) ۽ راکي گڙهي (Rakhi garhi) وارا قديم سيپتائي ماڳ موهن جي دڙي واري اهڙي وڏي شهر (مولهوا = ماهه+ لوءِ) جهڙا ۽ جيڏا شهر هئا ۽ اها هڪ وڏي واپاري ۽ سامونڊي تهذيب هئي، جنهن جا اهڃاڻ سنڌو- سرسوتي (Indus Saraswati) کان دجله- فرات (Tigris- Euphrates) ۽ گنگا- جمنا (Ganga Yamuna) دوآهي تائين وارين ماٿرين تائين عام جام لڀن ٿا.

اڀياس جو ٽيون پاسو: 1500 ق. م ۾ ستلج ندي، جيڪا ڪيلاش جابلو سلسلي مان نڪرندو هئي، شترانا لڳ وڃي شترانا ندي (Shatrana River) ۾ پوندي هئي ۽ اتان کان روپڙ (Roper) لڳ آڪڙي ڦيرو (U tern) ڏئي اولهه ڏانهن لڙندي هئي. ان ريت ستلج ندي پائونٽا صاحب (Paonta Saheb) وٽ سرسوتيءَ سان سنگم ڪندي هئي. چمبل ندي جيڪا ڪڏهن سرسوتيءَ جي پرتي ڪندڙ ندي (Tributary)

هئي، سا ڪنهن اندرئين زميني تبديليءَ جي ڪري اروالي جبلن (Aravali Mountains) جي مٿانهين ٽيڪ سان وڃي گنگا نديءَ سان ملي. ان عرصي ۾ واريا سن طوفانن (Sand Storms) ۽ سرسوتيءَ جي پيٽ کي جيسلمير- پوڪران لڳ لٽي ڇڏيو. ان جا اهڃاڻ 1500 ق. م واري سنڌو سڀيتا جي ڦيٽاڙ واري دؤر (سنڌو تهذيب جي پوئين دؤر= Post & Late Urban Phase) جي سنڌو- سرسوتي وسندين ۾ ان مان لڌل شين (Findings) جي نموني مان ظاهر آهي ته انهن لوڪن اوڀر ڏانهن گنگا جمنا جي ميدانن ۾ ڏکڻ هندستان جي رنگپور ۾ دوارڪا وارن ماڳن ۾ ساموندي ڪنارن سان لڏپلاڻ ڪندي چنديري ۾ ڪرناٽڪ وارا ماڳ وڃي وسايا. ڪن سرسوتيءَ جي شهري لوڪن اوڀر يورپ ڏانهن لڏپلاڻ ڪري ڪروشيا ۾ هِين ماڳن کي وڃي آباد ڪيو.

سرسوتيءَ جي شترانا واري ماڳ وٽ قديم سنڌو ماڳ (Indus Sites) ڪالي بينگن (Kalibangan) اڄ به موجود آهي، ان دؤر ۾ هڙاپا (Harappa) بياس نديءَ جي ڪناري تي هو، جيڪا سنڌوءَ جي پارتو ندي هئي، جڏهن موهن جو دڙو سنڌوءَ جي ٻن ڇاڙهن (ٻه درياهي) جي وچ ۾ هڪ ٻيٽاريءَ تي جڙيل عاليشان شهر هو. ان دؤر ۾ سرسوتيءَ جي ساڄي ڪپ تي لاکين جو دڙو، چانهونءَ جو دڙو ۽ ڪوٽڏجيءَ واريون وستيون موجود هيون.

**سرسوتي ۽ عظيم رڻ جا قديم ڊيلٽائي ماڳ (Saraswati and palaeodelta of Great Rann):** انهيءَ دؤر ۾ 'آڳاٽي ڊيلٽائي جوڙجڪ' (Paleodelta complex)قديم درياهي وهڪرن جي ڪري جُڙي هئي. ان ڪري اهو وسهڻ ۾ اچي ٿو ته سرسوتيءَ جو اهو قديم وهڪرو هڪ ٻئي




نالي 'سوترا' (Sotra) سان پڻ ليي ٿو، جيڪو بيڪانير (Bikaner) کان بهاولپور (Bahawalpur) ۽ سنڌ کان ٿيندو رڻ تائين وڃي ٿو. ان ريت سرسوتيءَ جو وجود ڪن قديم وهڪرن ساڻ هو، جن مان رڳو اها ئي هئي، جيڪا ته جي واريا سن پٽن ۾ پيهي گم ٿي ويندي هئي ۽ ڪجهه ڪوهن ڪانپوءِ وري ڪنهن قديم جهرڻي وانگر واريءَ مان مُنهن ڪڍي ٻيهر وهڻ لڳندي هئي. اها ڳالهه اڄ وارن قديم درياهي وهڪرن جي محققن جي 'جاگرافيائي پاڻياري پڙتال' (Geographical Hydrological Survey) وسيلي پڌري ٿي آهي.

هندستان جي عظيم رڻ (Great Rann) جي نقشائي صورت (topography) ٻڌائي ٿي ته ان جو ڪڇ جي رڻ وارو پاڳو هڪ قديم ڊيلٽائي ماڳ رهيو آهي، جتي ڪيترن ئي درياهن جا منهن (mouths of rivers) موجود رهيا آهن. اهڙو اپياس زميني ورن سان گڏ آسماني مصنوعي گرهن (satellite) ذريعي حاصل ڪيل تصويرن وسيلي ممڪن ٿيو آهي. انهيءَ ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته ڪڇ جي رڻ کي ڪيترن ئي درياهن جي لٽ جوڙيو آهي. اهي درياهه/ نديون تاريخ جي شعور واري اڪ پٽڻ کان گهڻو آڳاٽي وقت کان وهندا ڪڇ جو اڄ واري نار (جيڪو اصل ۾ ان وقت سنڌ وارو نار (Indus Gulf) هو) ۾ وڃي چوڙ ڪندا هئا. انهن ۾ سنڌو (Indus)، ستلج (Shatadru)، لاوناوتي (Lavanavati) (قديم لوڻي ندي) وغيره سڀ الڳ الڳ وهنديون وڃي رڻ جي ٻريٽ کي ساوڪ ۾ سرهاڻ سان ڀرپور سيمن ۾ بدلائي ڪري آباد ڪنديون هيون ۽ ان ريت سنڌ جي نار (Gulf of Sindh) وسيلي 'عربي سمنڊ' (Arabian Sea) ۾ چوڙ ڪنديون هيون. هڪ اهڙي قديم درياهن جي ڄاڻوءَ ۽ محقق 'ملڪ' جو چوڻ آهي ته اٽڪل 2000 ق. م تائين گهٽ ۾ گهٽ ٽي قديم نديون: قديم ستلج (Proto Shaldru)، سرسوتي (Saraswati) ۽ درشدوتي (قديم جمنا= Drishadvati) وڃي ڪڇ جي نار ۾ وڃي چوڙ ڪنديون هيون". انهن سان گڏ هڪ چوٿون درياهه سنڌو (Indus) به ڪڏهن ڪڏهن اوڀر پاسي هٽڻ واريءَ صورت ۾ انهي سنڌو نار ۾ وڃي چوڙ ڪندو هو، جيڪو هن وقت انهن ماضيءَ وارو سپت سنڌوءَ جي درياهن مان باقي رهيل اڪيلو درياهه وڃي رهيو آهي، جنهن انهيءَ قديم سنڌو- سرسوتي سڀيتا (Sindhu- Saraswati Civilization) ۽ آڳاٽي سنڌو- ڊيلٽائي جوڙجڪ ۾ ڀرپور ٻهرو ورتو هو. هڪ ٻئي مفروضي (Hypothesis) واري اپياس موجب سرسوتي ندي ٻريٽ لتاڙي، ڪنيات، احمدآباد جي نال واري ڍوري (Nal Lake) مان ٿيندي، ننڍي رڻ مان لنگهي ڪنيات نار (Gulf of Khambat) وسيلي 'عربي سمنڊ' (Arabian Sea) ۾ چوڙ ڪندي هئي.

**'سرسوتي' نالي جو لسانياتي تجزيو (Analytical Linguistic of Nomanclature of Saraswati):** سرسوتي ۽ هاڪڙو هڪ ئي درياهه جا ٻه نالا آهن. اها ڳالهه ٻوليءَ جي علم (Philology) ۾ ڪنهن خاص ٻوليءَ جي 'تاريخي ۽ ڀيٽاڀيٽي لسانيات' (Historical and Comparative Linguistic) وسيلي ثابت ڪري سگهجي ٿي. سرسوتي (Saraswati) نالي جي ساڳيائپ واري فرهنگ (Homogeny of Nomenclature) جي ڳولا ڦولها ڪبي ته پارسي مذهبي ڪتاب 'زند اويستا' ۾ هرڪسوتي (Haraxvaiti) يا هراوتي (Haravaiti) وارا نالا موجود آهن. قديم فارسيءَ ۾ آڳاٽي دؤر ۾ 'سا' (Sa) (سين= س ۽ سا) وارو اکر (Letter) نه هو. ان ڪري هنن 'سنڌ' واري نالي ۾ 'س' مٽائي 'ھ' کي آندو ۽ ان ريت 'سنڌ' ڦري 'هند' ٿيو. ساڳيءَ ريت هنن 'ست' کي

ڦيرائي هفت ڪيو. جنهن مان 7 ڏينهن وارو 'هفتو' جڙيو. جڏهن تہ هندي/ اردو سميت سمورين هند- يورپي ٻولين (Indo European Languages) ۾ اهو انگ، اکري توڙي انگي شڪل ۾ (ست = سات = سيونٽ) ساڳيءَ ريت موجود رهيو آهي. انهن انگن جو اُچار بہ معمولي فرق سان ساڳيو آهي. اوستائي دؤر جي حڪومتي اثر هيٺ آيل سنڌ جي علائقن ۾ 'سرسوتي' درياهہ جو نالو ڦري 'هراوتي/ هرکيئتي' ٿيو. جڏهن تہ سنڌو سڀيتا جي اصلوڪن لوڪن (Indigenous peoples) وٽ اهو نالو سراسوتي/ سرسوتي ئي عام واهپي ۾ رهيو. هاڪڙي جي مٿئين حصي کي سوترا (Sutra) بہ ڪوٺيندا آهن. اهو سرسوتيءَ جو عوامي نالو هو. اهو نالو زند اوستائي لساني اثر هيٺ اچي ڪري، سوترا مان مٽجي ڪري هاڪڙا ٿيو. راورٽي پنهنجي هاڪاري ڪتاب 'سنڌ جو مهراڻ' (Mehran of Indus) ۾ لکيو آهي تہ "سنڌ واسي مهراڻ/ هاڪڙي کي، هاڪڙو، سنڌ ساگر، سانڪره، ساگرو ۽ نارو بہ چوندا آهن." ان ريت سنڌ



ساگر ۽ هند ساگر، عوامي لهجي ۾ ڦري ساگرو، سانڪره ۽ هاڪڙو ٿي ويا. اهو زند اوستائي لساني (Old Persian) اثر سڄي راجپوتانا ڪڇ کان پوءِ ڏکڻ سنڌ- لاڙ تي بہ چٽو پٽو نظر ايندو. لاڙ ۾ اهڙا شهر، جهڙوڪ: ميرپور ساڪرو ۽ ساگرو واهہ اڄ بہ موجود آهن، جيڪي انهن قديم واهن جي نالن سان آهن، جن جو هاڻ وجود ئي نہ رهيو آهي. ان ريت انهن اصلوڪن لوڪن جي ٻوليءَ جي اولهہ ڏانهن لسانياتي واڌويجهہ ۾ 'سا' (Sa) مٽجي 'ها' (Ha) ٿيو ۽ گهڻو پوءِ عوامي ٻوليءَ (پرڪرت = پراڪرت) ۾ سوترا مان ڦري سانگرو/ ساگرو ۽ پوءِ 'هاڪڙو' بڻيو قديم ايراني حڪمرانن جي سنڌ تي سڌي يا اڻ سڌي طرح صدين تائين حڪمراني رهي آهي. گهڻو امڪان آهي تہ اهو اکري مٽ سٽ وارو عمل حڪومتي دؤر (326- 518 ق. م) ۾ ٿيو هوندو. ساگري/ هاڪڙي جي ڦٽڻ ڪانپوءِ جن سنڌو لوڪن ڏکڻ افغانستان کي وڃي وسايو هو اتي هنن هڪ نديءَ تي 'ستومنت' (Satumant) نالو رکيو، جيڪو پوءِ اوستائي اثر هيٺ 'هيتومنت' (Haetumant) ٿيو، جيڪو هاڻ 'هلمند درياهہ' (Helmant river) بڻيو آهي. اتي جي آڪسس واديءَ (Oxus Valley) ۾ ڇهہ قديم سنڌو ماڳ (Indus sites) لڌا آهن.

**سرسوتيءَ جي سُڪڻ جا سائنسي ڪارڻ (The Scientific Reasons for Desiccation of Saraswati):** سرسوتيءَ جي سائنسي اڀياس ۾ ويدن، ڪلاسيڪل لکڻين، پون وگياني جانچ، برفاني گليشيئرن جي اڀياس، مصنوعي گرهن ذريعي ورتل تصويرن ۽ ننڍي ڪنڊ جي ٻولين (اُپڀاشائن) جي تجزئي جي آڌار تي جوڙيو ويو آهي. ان ۾ ڪيترائي سائنسدان شامل رهيا آهن. سرسوتي نديءَ جي سُڪي وڃڻ جا ڪيترائي ڪارڻ آهن، جن ۾ زلزلا (earthquakes)، برپٽ جو اُسرڻ (desertification)، ماحولياتي اٿل پٿل (atmospheric change) ۽ موسمي ڦيرگهير (climatic change) اچي وڃن ٿا. انساني اتهاس تي انهن قدرتي عوامل (natural factors) جي اثر ڪان دنيا جو ڪو بہ ڀاڱو ۽ ملڪ اڇوتو نہ رهيو آهي.

**سرسوتيءَ جو وجود (Existence of Saraswati):** جنوري 1997ع کان وٺي اڄ ڏينهن تائين ڪيترن ئي سائنسي کوجنائن وسيلي سرسوتيءَ جي قديم وجود جي ثابتي ملي آهي. اهڙي تحقيق ۾ بارڪ سائنسدانن (BARK Scientists) ۾ ٻين کوجنا ڪندڙن، جهڙوڪ: پروفيسر والديا (Prof. Valdiya)، پوري (Puri)، ورما (Verma) ۽ ٻين ڪيترن ناميارن محققن، سرسوتيءَ واري علائقي جي زير زمين پاڻيءَ جي نمونن، سرسوتيءَ جي منڍ، هُرڪي دن (Har-ki-dun) ۽ ان جي جابلو سلسلي 'بندر پونچ' (Bandar Ponch) کان وٺي نيتوار (Natwar) تائين ۽ اتان کان وٺي ان جي برپٽ وارن وهڪرن ۽ آخر ۾ نال ڍوري (Nal Lake) ۾ ڇنڊجي وڃڻ ۽ ڪڇ جي رڻ مان لنگهي پنهنجي سهيوڳي درياهن: سنڌو، ستلج ۽ جمنا سان گڏ ڪوري نار ۾ ڪرڻ يا هڪ ٻئي مفروضي موجب سرسوتيءَ جو ڏکڻ گجرات ۾ احمدآباد لڳ نال ڍوري (Nal Lake) ۾ وڃي پوڻ- هڪ امڪان طور تي اتان پوءِ گهٽي پاڻي اچڻ جي صورت ۾ اها وڃي ڪنيات نار ۾ چوڙ ڪندي هئي.

**زلزلا (earthquake):** سنڌ جي سماج جي تاريخ ۾ زلزلا وڏي اهميت رکن ٿا. سنڌو نديءَ جو اولهائون وهڪرو يا اولهہ واري چاڙهہ جي وهڻ ۾ زلزلائي عوامل جو مک حصو رهيو آهي. سنڌوءَ جي موجوده بکر چور لڪ (Bukhar Gorge) وٽان لنگهڻ يا روهڙي، حيدرآباد، جام شوري ۽ پنيور وارا چور لڪ وٺي تاريخي دورن ۾ سنڌوءَ جي وهڻ ۾ پڻ زلزلائي عمل شامل رهيو آهي. ويندي سومرن جي حڪومت جي زوال ۽ سمن جي صاحبي قائم ٿيڻ تائين اهي عمل (factor) شامل رهيا آهن. 12000 ورهيہ کان 7000 ورهيہ اڳ (10000 ق. م کان 7000 ق. م) تائين سرسوتي ندي وڌيڪ ڏکڻ ڏانهن لاڙو ڪري وهندي هوندي. اهو چوٿون حياتياتي دؤر، ڀانت ڀانت جي وڻن ٻوٽن جي اُسرڻ وارو زمانو هو، جيڪو ارڙهن لک سالن (1.8 million years) کان 10 هزار ورهيہ اڳ (10000 years ago) تائين جاري رهيو. سرسوتيءَ وارو گهڻو تڻو علائقو، زلزلن جي اثرن ڪري زميني ڏارن (faults) سان ڀريو پيو آهي. اهي ڏار (faults)

نديءَ جي منڍ کان وٺي ان جي پهاڙيءَ تائين ۽ اُتان کان سمنڊ تائين لاڳيتو موجود آهن. انهيءَ هڪ وڏي علائقي ۾ جڙيل تاسرين (Tectonic plates) جي نُئين تاسر واد (Neotectonism) واري تاسرائي حرڪت (Tectonic Movement) هڪ زماني کان ٿيندي رهي آهي، جنهنڪري تاسرين (plates) جي هٽڻ/ اُسرڻ (submerged) ۽ ميدانن جي هيٺ مٿي ٿيڻ (displacement of grounds) وارو عمل ٿيندو رهيو آهي.

مذهبي لکيتن ۾ ڄاڻايل ڳالهين جهڙوڪ: ويدن کان وٺي 3000 ورهين ۾ درياهي وهڪرن جا گس ۽ گهيڙ گهڻو بدلجي ويا آهن. هڪ اپياس آهي ته سرسوتيءَ جي زوال جي شروعات 5000 ق. م کان 3000 ق. م وچ ڌاري شروع ٿي هوندي، اهو زوال ڪنهن وڏي ’جُڙيل تاسر‘ جي چرپر ڪري ٿيو هوندو، جيڪا ’سِرمُر‘ (Sirmur) واري علائقي ۾ ’ڌرتيءَ جي برفاني دؤر‘ (Pleistocene era) جي مُنڍ واري زماني ۾ اٽڪل روءِ 17 لک ورهيه کان 10 هزار (1.7 million years to 10000 years ago) اڳ شواليڪ جبلن ۾ ٿي هئي، جنهن جو اثر پوٺوهار کان آسام تائين ٿيو هو. انهيءَ جڙيل تاسرين جي چرپر جو ڳانڍاپو هماليائي جابلو سلسلي جي اُتاهين ٿيڻ واري عمل سان هو. ان سبب برفاني ٽودن (بارفن: Glaciers) ۽ درياهن جو لاڳاپو متاثر ٿيو، ان ريت وڏو امڪان اهو آهي ته سرسوتيءَ جي هڪ سدا وهندڙ نديءَ (Perennial River) واري حيثيت متاثر ٿي ۽ هن هڪ مندائتي نديءَ (Seasonal River) جي شڪل اختيار ڪئي.

هڪ اهڙي ئي جاگرافيائي سائنسي اپياس موجب 5000 ورهيه اڳ هڪ ’طبعي زميني چرپر‘ (Geographical movement) جي ڪري چنبل ندي (Chambal River) جيڪا گنگا ندي (Ganga River) جي پرتي ڪندڙ ندي (tributary) هئي، ان سرسوتي نديءَ کي ’پائونٽا صاحب‘ (Paunta Saheb) وٽان ڪنيو. وچي الهه آباد جي ماڳ ’پرياگ‘ (Prayag) وٽ گنگا سان سنگم ڪرايو هو. اها چنبل ندي هاڻي جمنا ندي (Yamuna) سڏجي ٿي.

4000 ورهيه اڳ ٻيهر هڪ اهڙي ’طبعي زميني چرپر‘ سبب ستلج ندي جيڪا سرسوتي نديءَ جي پرتي ڪندڙ (tributary) هئي، ان اولهه ڏانهن ڪٽي لاڙو ڪيو ۽ سرسوتيءَ کان ڌار ٿي ڪري سنڌو نديءَ سان وڃي سنگم ڪيو. انهيءَ هڪ هزاريءَ (millennium) ۾ ٿيل انهن ٻن واقعن زميني طبعي ڦيرن سرسوتيءَ کي هڪ پڙيانگ نديءَ ۾ بدلائي ڇڏيو. ان جي ڪنارن سان آباد 1200 کان وڌيڪ وسندين مان ماڻهو لڏپلاڻ ڪري ننڍي کنڊ جي اوڀر وارن ماڳن هاڻوڪي اتر پرديش (UP) ۽ ڏکڻ هند وارن جي ماڳن ڏانهن لڏپلاڻ ڪري ويا.

زميني صورت ۽ ساخت واري اپياس (Geomorphological and structural study) ۽ قديم زلزلائي اپياس (Palaeoseismological study) مان معلوم ٿيو آهي ته: عام زلزلائي حرڪت اتر- اولهه کان ڏکڻ- اوڀر ڏانهن رهي آهي. زمين اندر ان جو رخ لاهور کان سرگودا ۽ باوروانيءَ کان جيسلمير جي جابلو ڪڙين ۾ رهيو آهي. سرسوتي نديءَ جي پوڇڙ ڏانهن اهڙي تاسرائي حرڪت (Tectonic movement) انهن جابلو ڪڙين ۾ زماني کان وٺي ٿيندي رهي آهي، جيڪا اراولي جابلو سلسلي (Aravali mountains range) جي صورت ۾ هڪ حدبندي ڪري ٿي. اهڙي تاسرائي حرڪت (Tectonic movement) لاڳيتي اتر- اوڀر ۽ ڏکڻ-اولهه ڏانهن ٿيندي رهي آهي، ڇو ته اتي موجود هڪ وڏو ڏار (great fault) تمام گهڻو متحرڪ رهيو آهي. دائودپور (Daudpur) ۽ بيبي پور (Bibipur) وٽ اهو ڏار (fault) جيڪو وڌيڪ پاڻي جمنا ڏانهن واري ٿو ۽ مارڪنڊ (Markanda River) کان سرسوتيءَ (Saraswati) کان پاڻي ڏکڻ- اولهه کان اولهه ڏانهن گهٽائي ۽ جمنا ڏانهن ڏکڻ ۽ ڏکڻ اوڀر ڏانهن پاڻيءَ جي وهڪ کي وڌائي ٿو ان ريت اهڙي قدرتي عمل سبب سرسوتيءَ ڏانهن پاڻيءَ جي وهڪ يا ته گهٽجي وئي يا ماڳهين بند ٿي وئي.

**برپٽ جڙڻ ۽ واريا سا طوفان (Desertification and Sand Storm):**
سرسوتيءَ جي سوڪهڙي ۾، برپٽ قائم ٿيڻ ۽ وارياسن طوفانن جو وڏو هٿ رهيو آهي. هڪ سائنسي اپياس موجب سانوڻيءَ جي برساتن جي گهٽجڻ، ساوڪ ۽ اوپڙ جي گهٽجڻ، درياهن ۽ ندين جي سوڪهڙي (aridity) ۾ برپٽن ۽ طوفانن جو وڏو عمل رهيو آهي. ننڍي کنڊ ۾ برپٽن جي اوسر (desertification) وارو عمل 2 لک ورهيه اڳي ٿيو هو ۽ ويجهڙائيءَ واري 8000 ورهين ۾ اهو تر/ برپٽ 1500 ڪلوميٽرن تائين اوڀر ڏانهن وڌيو آهي ۽ رڳو 50 ورهين ۾ (1980- 1930)، انهيءَ برپٽ ٻٽجڻ واري عمل (Desertification process) ۾ هريانا ۽ اتر پرديش جي ٽيهه هزار هيڪٽر زمين (30,000 ha land) برپٽ ٻٽجي وئي آهي. سراسري طرح سان 0.8 هيڪٽر في سال جي حساب سان برپٽ اُسريو آهي. ان جو هڪ مکيه ڪارڻ مئي ۽ جون وارن مهينن ۾ هر سال اٺ (8) ’برپٽاوان واچوڙا‘ (صحرائي طوفان = desert storm) ايندا آهن. انهن وارياسي طوفانن مان جيڪي هڪ ڪلوميٽر قطر/ پيٽي (diameter) وارا طوفان آهن، سي 6000 کان 10000 ميٽر مٿانهان ٿي اولهائين ڏِس کان اتر پرديش ڏانهن وڌندا ويندا آهن ۽ ان ريت هر طوفان پاڻ سان 870 ٽن سنهي واري ساڻ نيندو آهي. هڪ 500 قطر/ پيٽي وارو طوفان 900 لک ٽن (90 million tones) واري پاڻ سان نيندو آهي. اولهه راجستان، جيڪو دنيا جو سڀ کان وڌيڪ مٽيءَ جي وسڪارن وارو ماڳ آهي، اتان جا طوفان هن راجستاني برپٽ کان اهڙي سنهي واريءَ واري لٽ ’سنڌ- گنگا ميداني‘ (indo-ganga plain) علائقن ڏانهن گذريل 3500 ورهين کان آڻيندا رهيا آهن. ايڏي پيماني تي واريءَ جي وسڪارن ۾ ڪو کوجنا ڪار ڪهڙيءَ ريت 3500 ورهيه اڳ کان 1000 ورهيه اڳ تائين واري وڃائجي ويل سرسوتيءَ/ هاڪڙي نديءَ جو سڄو دڳ ۽ پيٽ ڪيئن ڍڪي سگهندو، جتي هزارين سنڌو- سرسوتي سڀيتا وارا قديم شهر ۽ واهڻ، اربين ڪربين ٽنن واريءَ ۾ دفن ٿي ويا هجن.

**آبهوائي ۽ موسمي ڦيرگهير (Atmospheric and Climatic Change):**
سرسوتيءَ جي سڪڻ ۾ آب هوا ۽ موسمي ڦيرگهير بہ پنهنجو اثر ڏيکاريو آهي. ان آبهوائي ۽ موسمي ڦير واري قدرتي لقاءَ ۾ ڌرتيءَ جو هڪ پاسي اهلجڻ/ جهڪڻ ۽ ان عمل ۾ جڙيل تاسرين جي 'جوڙ واڌ' (Tectonism) جو مکيہ پاڱو رهيو آهي. ان ريت چئي سگهجي ٿو تہ دنيا ۾ سرسوتي ۽ ٻين درياهن کي اهڙي تباهيءَ واري شڪل صورت ڏيڻ ۾ 'جوڙ واڌ' (Tectonism) سان گڏ آبهوائي ردوبدل (Climatic Changes) جو بہ حصو پتي رهيو آهي، جيڪا ڪل ارضياتي دؤر (Holocene Era) واري قديم ۽ جديد انسانن اُسري اچڻ واري چوٿين دؤر (Quaternary Era)، جنهن ۾ انساني ثقافتي ڪرت: معاشي ۽ شروعاتي صنعتي ڪاريگريءَ واري چرپر جا انيڪ اهڃاڻ ملن ٿا) ۾ هڪ وڏو آب هوائي لوڏو آيو هو. اهو لوڏو ڌرتيءَ جي هڪ پاسي اهلجڻ، ڌرتيءَ جي مدار (orbit) ۽ محور (axis) جي ڦيرگهير سبب ممڪن ٿيو هو. اهڙيون شديد آبهوائي تبديليون 7000 ق. م ۾ بہ آيون ۽ ان کانپوءِ واري اهڙو قدرتي لقاءُ 4700 ق. م کان 3700 ق. م ۽ 2000- 17000 ق. م ۾ پڻ ٿيو هو. انهيءَ ڪري سنڌ سان گڏ نندي کنڊ ۽ آفريڪا تي بہ وڏا هاڃيڪار اثر پيا. اولهہ راجستان جو بريٽ (desertification) بڻجڻ ۽ آفريڪا جي صحارا بريٽ (Sahara Desert) جي جڙڻ وارا واقعا 5400 ورهيہ اڳ کان 3400 ق. م ڌاري ٿيا. جنهن جا هاڃيڪار اثر چوماسي واري منڊل جي جڙڻ ۽ سانوڻيءَ جي وسڪاري سان گڏ درياهي نظام (River system) ۽ پاڻيءَ جي منڊائتي سرشتي (weather system) تي پيا. انهيءَ جي ڪري وايومنڊل (atmosphere) جي ٻاڦ ٿيڻ واري عمل (evaporation) ۽ سانوڻيءَ واري ڦيري تي بہ اثر پيو ۽ سڄي علائقي مان هوريان هوريان اوپڙ ۽ ساوڪ گم ٿي وئي ۽ اهي علائقا ڪجهہ وقت کان پوءِ بريٽن ۾ بدلجي ويا، اڄ بہ اهو بريٽ وڌي رهيو آهي.

جنوري 1997ع ۾ بارڪ سائنسدانن (BARC Scientists) هڪ تحقيق وسيلي سرسوتيءَ جي آڳاٽي وجود کي هائيڊروجن جي هم روپ اڻن (Hydrogen Isotopes) وسيلي ثابت ڪيو آهي، جيڪي زير زمين 4000 کان 8000 ورهيہ قديم موجود هئا.

سرسوتي نديءَ جي وهڪري واري علائقي هندستان ۾ ڪيل زير زمين پاڻيءَ جي جاگرافيائي جاچ واري اِيپاس ذريعي پتو پيو. بيڪانير، گنگانگر واري ضلعن ۽ راجستان جي بريٽ جر جو پاڻي تمام گهٽ کارو آهي. ان جو ڪارڻ اهي قديم وهڪرا (Palaeo channel) آهن. اهڙي پاڻياري تحقيق (Hydrological Investigation) جيڪا انهن سرسوتيءَ جي قديم ماڳن وار علائقن جي جر جي پاڻيءَ تي ڪئي وئي، جن ۾ انهيءَ پاڻيءَ جي هائيڊروجن، آڪسيجن ۽ ڪاربن جا هم روپ اڻا (Isotopes) ڪتب آندا ويا، جن مان اها ڳالهہ ثابت ٿي تہ اهو پاڻي هماليائي جابلو سلسلن کان ايندڙ آڳاٽي 4000 کان 8000 ورهيہ اڳ واري پاڻيءَ جي هم روپ اڻن (isotopes) جهڙو ئي آهي.

سرسوتي/ هاڪڙو درياهہ، قديم سنڌو سلطنت (Ancient Indus Empire) جو هڪ وڏو درياهہ هو اهو ٻن جڳهين: هڪ ويٽوٽ ۽ ٻيو نوشهري وٽان ڪٽان سنڌوءَ جي چاڙهن مان چڱو خاصو پاڻي وٺندو هو. رڳو سنڌ واري ايراضيءَ ۾ هن جي پاڻيءَ مان جڙندڙ 22000 ڍنڍون، ان کان سواءِ ڍورو- پراڻ ۽ پٽيهل جهرڻيون چاڙهون ان جي هڪ وڏي شاهي درياهہ هئڻ جي اڄ بہ ساک ڏين ٿا. هاڪڙي ۾ جهازراني بہ ممڪن هئي. سنڌو تهذيب جا قديم اپرندا واهڻ ۽ شهر هاڪڙي جي ڪنڌيءَ تي جڙيل هئا.

ويجهڙائيءَ ۾ ڪيل لنڪن سر ڍنڍ (Linkansar Lake) جي پاتال جي تَرِڇَٽ (deposits) مان ماحولياتي لاهہ چاڙهہ (fluctuation) ۽ ڪرٽا ڪاربہ ڪٽ (radiocarbon estimate) وسيلي جاچ مان پتو پيو آهي تہ 3500 ورهيہ اڳ زماني ۾ ڪو بہ سوڪهڙو (Aridity) نہ آيو هو. جڏهن سرسوتي ۽ سنڌو تهذيب جو زوال ٿيو هو انهيءَ اِيپاس ٻڌايو تہ هڪ پيرو سدا وهندڙ ڍنڍ کي ٻنجو اچڻ سبب برابر روڪ پيدا ٿي هئي.

**سرسوتي/ هاڪڙي جو وجود سنڌ جي ادبي تاريخ جي روشنيءَ ۾: (The existence of Saraswati Hakro in the History of Sindhi Literature):**
ڏهين صديءَ ۾ آيل ڪنهن زميني ساختياتي ڦيرگهير جي ڪري منڊائتي درياهہ هاڪڙي کي بہ وڏو لوڏو آيو ۽ ان سان سنڌ جا اپرندي وارا ساوڪ پريا، سکيا ستابا ۽ آباد وسندءَ وارا علائقا برباد ٿي بريٽ بڻجي ويا. ان سان گڏ ئي سنڌ جي وچولي وارو علائقو جيڪو اروڙ ۽ ڪوٽڏجيءَ واري وهڪري سان آباد ٿيندو، سو بہ سوڪهڙي (aridity) هيٺ اچي ويو. گهگهر کي ٻيو لوڏو 13هين صديءَ ۾ آيو. جنهن ۾ سومرا راڄ جي حڪومت جو انت آيو. اهڙي هڪ لوڏي جي ڪري سنڌوندي ماڳهين اولهہ ڏانهن لڙي وهڻ لڳي ۽ ان جون بہ پرتي ڪنڌ چاڙهون جيڪي هاڪڙي کي پاڻي ڏينديون هيون، سي پڻ بند ٿي ويون. پر ان کانپوءِ گهٽي چوماسي جي منڊل جڙڻ ۽ سانوڻيءَ جي پاڻيءَ جي ڪري لطيف سائينءَ جي دؤر تائين 1689ع کان 1753ع تائين اهو درياهہ سوڪهڙي جون وچوٽيون سهندو ڪنهن نندي درياهي چاڙهہ جي صورت ۾ زندهہ رهندو آيو. اهو ممڪن آهي تہ هن جي ڪنهن مٿين چاڙهہ ۾ سمن جي دؤر (1520- 1350) تائين اوپر پنجاب ۾ پاڻي ايندو رهيو هجي، جو اوپر پنجاب جو فيروزپور شهر انهيءَ سرسوتي/ هاڪڙي جي چاڙهہ تي فيروز شاهہ تغلق ٻڌرايو هو. ممڪن آهي تہ انهيءَ ۾ سرسوتيءَ جي مٿين چاڙهہ هاڪڙي ۾ سانوڻيءَ جو جهجهو پاڻي ايندو هجي ۽ هڪ ڀرپور منڊائتي درياهہ جي حيثيت ۾ اهو اڃا بہ انساني وستيون جوڙڻ جوڳو درياهہ هجي.

سرسوتي/ هاڪڙي جو سُڪي وڃڻ سنڌوءَ جي پاڻيءَ تي جياپو رکندڙ سماج لاءِ هڪ وڏو هاڃو هو. ان کان اسان جو عوامي ادب ۽ ڪلاسيڪي ادب بہ ڀرپور نموني متاثر ٿيو هو. اهڙي قدرتي هاڃي کي سنڌو لوڪن، پنهنجي سينن ۾ صدين تائين محسوس ڪيو هو. ان ۾ ڪو بہ شڪ ناهي تہ 3500 ورهيہ اڳ سرسوتي/ هاڪڙي پنهنجو شاهي

اوج وچايو هو، تڏهن به سنڌوءَ نديءَ سوڏو ٻين موسمي درياهن جي پاڻيءَ جي آڌار هو ڪي صديون سوڪهڙا سهندو رهندو آيو. سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ ان جو چڱو وستار ملي ٿو.

شاهه لطيف جي سُر ڏهر جي پهرئين داستان وارا بيت انهيءَ وچايل درياهه جي ياد ۾ 'اوسارا' ٿي آهن. لطيف سائين اهي ڏک هاڪڙي جي ڇاڙهن، ڍوري، پٽيهل ۽ پراڻ جي ڪنڌيءَ تي ٻيلن ڪنڊي سان به ڪيون آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جسوڌڻ آگري جو ڏؤر چوڏهين ۽ پندرهين صديءَ وارو ڄاڻايو آهي. لطيف سائينءَ پنهنجي بيتن ۾ جسوڌن راءِ کي 'ڍوري جو ڌڻي' (درياهه جو بادشاهه) ڪوٺيو آهي:

ڪنڌا تون ڪيڏو، جڏهن پريو ڍور وهي،
جسودن جيڏو، تو کو گڏيو پهيئڙو؟

سڄ ڪ سُڪو ڍور، ڪنڌيءَ اڪ ڦلاريا،
جنگن چڏيو زور، سَر سُڪو سُنگي گيا.

هن بيت ۾ لطيف 'سَر' جو صاف لفظ استعمال ڪيو آهي. 'سَر' ڍنڍ (Lake) آهي، جنهن مان 'سوتو' يا 'سوتي' نڪري نديءَ جي صورت ۾ وهي ٿي، سرسوتيءَ جو هڪ عوامي نالو سوترا به رهيو. اها ايڏي وڏي ندي ضرور هئي، جو اتي مسافرن کان يا نديءَ وسيلي واپاري مال ڪٽي ويندڙن کان سونگ (محصول= Tax) ورتو ويندو هوندو. ڍوري جو تعلق سرسوتيءَ سان هو، جنهن جي مٿين لام هاڪڙو ۽ هيٺين لام گهگهر هئي.

جڏهن ڍاڳي ۽ ڍور، هئي وَهن ٻلهيار ۾،
تڏهن تازڙين طور، هئو جسودن سين.

سُڪي ڍور ڍيون ٿيو، ڪنڌيءَ ڏنو ڪاٺو
پاڻي پٽيهل ۾، اڳيون نه آيو
ماڻهن ميڙائو، ڪهين ڪهين پيٽيين.

ان مان صاف ظاهر آهي ته لطيف سائينءَ جي زماني تائين سرسوتي/ هاڪڙي جي ڇاڙهن ۾ منداتي پاڻيءَ جو چڱو چڪو ايندو رهيو ۽ ماڻهن جي گهٽائي لاڏي ملڪ ڇڏي ڪٿان جو ڪٿان هلي وئي هئي.

ڪنڌا تو وٽان، سڄ ڪ سيٽن لڏيو،
مَچَر تو مٿان، ڇٽيو پون ڇُڳا ڪئو!

ان ريت سنڌ جي قديم ادبي تاريخ ۾ هڪ بيت ملي ٿو:

جهوني تون پراڻ، جڳ ڇتيهه سنيريين،
تو کي ڏنا هاڻ، لاکي جهڙا پهيئڙا.

هي بيت شاهه لطيف جي رسالي ۾ به ٿوري لفظي مٽ سٽ سان ليي ٿو:

جهوني تون پراڻ، جڳ گهڻيرا سنيريين،
تو کي ڏنا هاڻ، لاکي جهڙا پهيئڙا!

هيءُ بيت پراڻ جي قديم هئڻ جو ساکي آهي، اها پراڻ جيڪا سرسوتي/ هاڪڙي جي هڪ وڏي ڇاڙهه هئي ۽ ڍورو- پراڻ/ پراڻ ڍوري جي نالي سان اڄ به مشهور آهي. انهيءَ پراڻ جو پاڻي علي بندر تائين ويندو هو ۽ ان علائقي کي آباد ڪندو هو. علي بندر رحمڪي بازار کان ڇهه ميل ڪن اتر اولهه طرف سنڌ جي سرحد اندر هڪ مکيه قديم بندر هو. پراڻ اتان کان ٻارهن ميل هيٺ، اپرنڊي ناري ۾ وڃي ڇوڙ ڪندي هئي، اتان کان وڃي کوري نار ۾ پوندي هئي. انهيءَ پراڻ جي هڪ شاخ کي لاڙ ۾ اڃا تائين نيري جي نالي سان مختلف ماڳن تي اڳياڙين وارا وڏيڪ نالا جهڙوڪ: پني شهر ويجهو 'پنائي نيرو' وغيره نالن سان سڏيو وڃي ٿو. جيڪا پڻ علي بندر کان وڃي کوري نار ۾ ڇوڙ ڪري ٿي، جيڪو سرسوتي ۽ سنڌوءَ جي قديم ڇوڙ وارو ماڳ هو.

ڄاڙيجن سمن جي 'نک نامي' (شجري) موجب لاکي ڦلاڻي سن 866ع ۾ جنم ورتو ۽ 955ع ۾ وفات ڪيائين. ڪڇ جي ڄاڙيجن سمن جي حڪومت جوڙڻ ۾ هن اڙٻنگ سردار جو وڏو هٿ هو. شاهه لطيف جي سُر ڏهر ۾ لوٽي نديءَ ۽ ڪڇ جي ڪجهه ماڳن 'ٻنيءَ ۽ 'هبي' جو ذڪر آهي:

جُهريي ڏيئي جهوڪ، ٻنيان ٻهرم نڪرو،
لوٽي مٿان لوڪ، لاکي ڪيئي لڏائيا!

لاکو 'لوٽي' آئيو 'هبي' پيئي هاڪ،
پائر ڪانه پڇڙي، ڏونگر پيئي ڏاڪ،
اُنيون ۽ عراق، گڏيا تان گهٽيئي ٿيا!

انهن بيتن ۾ لاکي ڦلاڻيءَ جي هڪ جنگي جوڌي جي صورت بيان ڪئي وئي آهي، جنهن سمن جي حڪومت سڀ کان پهرين ڪڇ ۾ قائم ڪئي، جنهن ڪانپوءِ انهيءَ نک مان ڄاڙيجا سما اُسريا. سمن جي سنڌ تي حاڪميت گهٽو پوءِ اٽڪل 400 ورهين ڪانپوءِ 1350ع ۾ قائم ٿي، جيڪا 1520ع تائين هلي.

هڪ ٻيو بيت شاهه جي رسالي ۾ هن ريت آهي:

سُڪي ڍور ڍيون ٿيو، ڪنڌي پيس ڪپر،
جن جي پاڳن ۾ پر، سي پيا وير وِماس ۾.

هن بيت ۾ 'پڳن ۾ پر' لفظ ڪتب آيا آهن، جيڪي انهن ماڻهن جي شاهي ويس جا اهڃاڻ آهن، جن مان انهن لوڪن جي خوشحالي ۽ شاهوڪاري ظاهر ٿئي ٿي.

قديم درياهن جي ڪوجنا ڪندڙن جو چوڻ آهي ته ڌرتيءَ جي ٻيهر محوري لاڙي، ڪنهن اندرين ارضي تبديليءَ، ماحولياتي ۽ موسمي ڦيرگهير جي ڪري سرسوتيءَ/ هاڪڙي جو نئون جنم ٻيهر ائين ممڪن آهي، جيئن ڪُڪنس (phoenix) جي ڦلهيار مان نوان ڪُڪنس جنم وٺندا آهن. تازو 2001ع ۾ ڪڇ ڀڄ ۾ آيل زلزلي جي ڪري ڪيترن هنڌن تان سرسوتيءَ جو پاڻي ٻاهر نڪري آيو. جيڪا مٿين ڳالهه کي حقيقت ثابت ڪرڻ لاءِ ثبوت طور پيش ڪري سگهجي ٿي.

ساڳيءَ طرح آڳاٽي سنڌي شاعريءَ جي تاريخ ۾ سرسوتيءَ/ هاڪڙي جي ٻيهر وهڻ بابت هڪ اڳڪٿي ماموئي فقيرن جي بيتن ۾ پڻ موجود آهي:

هاڪ وهندو هاڪڙو، پڃندي ٻنڌ اروڙ،
ٻهه، مڇي، لوڙهه، ويندا سمي سُوڪڙي.

**سر سيد احمد خان:** سر سيد احمد خان اوڻهين صديءَ جي مسلمانن جو اهم اڳواڻ ٿي گذريو آهي. هن جا وڏا هرات کان شاهجهان جي دور ۾ هندستان ۾ آيا. هن جي والد جو نالو مير تقي ولد سيد هادي هو. احمد خان 17 آڪٽوبر 1817ع تي ڄائو. سندس پيدائش دهلي شهر ۾ ٿي. سندس نانو خواجه فريد الدين احمد بهادر، آخري مغليه دؤر ۾ اڪبر ثاني مغل حاڪم جو وزير ۽ ڪجهه وقت لاءِ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو سفير به رهيو. احمد خان ناني ۽ والد سان گڏ مغليه دربار ۾ ويندڙ هو. هي تعلق 1857ع ۾ جنگ آزاديءَ تائين قائم رهيو. ماءُ جي نگرانيءَ ۾ تعليم حاصل ڪيائين. فارسي زبان تي سندس سٺي مهارت هئي. دهلي ملازمت جي سلسلي ۾ آيو ته عربي زبان تي به عبور حاصل ڪري ورتائين. هن رياضي ۽ حسابن جو علم پنهنجي مامي نواب زين العابدين کان پرايو. حڪيم غلام حيدر کان طب پڻ سکيو. ڪجهه وقت شاعري به ڪيائين، پر پوءِ سنجيده زندگي ۽ سماجي ڪمن ۾ دلچسپيءَ سبب، شاعريءَ کي ترڪ ڪيائين. البت زندگي ڀر شاعرن ۽ اديبن سان قربت رکيائين.



22 سالن جو ٿيو ته سندس والد فوت ٿي ويو. ان ڪري عدالتي ڪم سکڻ لاءِ پنهنجي ماسٽر صدر امين دهلي خليل الله خان وٽ سرشتيدار ٿيو. پوءِ آگري جي ڪمشنر جي دفتر ۾ نائب منشي ٿي رهيو. بعد ۾ امتحان پاس ڪري ڊسمبر 1841ع ۾ مين پوريءَ ۾ جج مقرر ٿيو. پوءِ ترقي ڪندو ويو ۽ آخرڪار سمال ڪاز ڪورٽ (خفيه عدالت) جو جج بنجي ويو. ان حيثيت ۾ پاڻ فتح پور سيڪري، دهلي، روهتڪ، بجنور، مراد آباد، غازي پور، علي گڙه ۽ بنارس ۾ ٿوري ٿوري وقت لاءِ رهيو. سرسيد احمد خان 1869ع ۾ انگلنڊ گهمڻ ويو. 1876ع ۾ وطن موٽي آيو. ان بعد ملازمت کي ڇڏي علي گڙه ۾ رهائش اختيار ڪيائين. احمد خان مرحوم 1878ع ۾ امپيريل ڪائونسل جو ميمبر نامزد ٿيو. 1882ع ۾ تعلقي ڪميشن جو رڪن مقرر ٿيو. 1888ع ۾ هن کي (K.C.S.I) جو خطاب مليو. 1889ع ۾ سر سيد کي ايڊنبرا يونيورسٽي ايل. ايل. بي جي اعزازي ڊگري عطا ڪئي.

هندستان جي هن نامور انسان مختلف تعليمي ۽ سياسي خدمتون انجام ڏيڻ کان پوءِ 27 مارچ 1898ع تي وفات ڪئي. هئي ڏينهن تي هن کي مدرسه العلوم عليگڙهه يونيورسٽيءَ جي مسجد جي احاطي ۾ دفن ڪيو ويو.

سر سيد جي حياتيءَ بابت ٽن حصن ۾ روشني وجهي سگهجي ٿي. هڪ اديب طور، ٻيو مذهبي اصلاح پسند طور، ٽيون هڪ اڳواڻ طور. ابتدا ۾ اسلام جي ميانه رويءَ واري تشريح ڪيائين. انگريزن ۽ مسلمانن کي ويجهو آڻڻ لاءِ ڪي رسالا لکيائين ۽ ڪي وري ترجمو به ڪيائين، جن جي گهڻي مخالفت پڻ ٿي. سر سيد احمد خان کي هندستان جي مسلم دور جي تاريخ سان گهڻي دلچسپي هئي. ان ڏس ۾ هن 'آثار الصناديد' (اردو) ڪتاب لکيو جنهن ۾ دهليءَ جي قديم آثارن تي تحقيق ڪيائين. 'تاريخ فيروز شاهي' (ضياء الدين برني) فارسي ڪتاب کي ايڊٽ ڪري ڇپرايائين. ان کانسواءِ مشهور تاريخي ڪتاب 'آئين اڪبري' (فارسي) به مرتب ڪري ڇپرايائين. ان کانسواءِ 'غدر' تي به ڪتاب لکيائين، جنهن جو نالو 'اسباب بغاوت هند' رکيائين. هي ڪتاب انگريزن کي هندي مسلمانن ڏي رغبت ڏيڻ واسطي تيار ڪيائين. سر سيد احمد خان جڏهن انگلنڊ ۾ هو، تڏهن سر وليم ميور جي ڪتاب Life of Mahomed جو جواب 'خطبات احمديه' نالي ڪتاب ۾ ڏنائين. مذهبي ادب جي نالي سان سر سيد مختلف محاذن تي ويڙهه ڪئي ۽ ڪيس سخت گير مذهبي مهندارن پاران گارين ۽ ڌمڪين کي به منهن ڏيڻو پيو. سنجيده اديب طور ڪم ڪيائين. ان هوندي به اردو ادب جي تاريخ ۾ هن جو اهم مرتبو آهي. ان کانسواءِ هن غازي پور ۾ رهڻ وقت 'سائنس سوسائٽي اخبار' جاري ڪئي. بعد ۾ هي اخبار 'علي گڙهه انسٽيٽيوٽ گزٽ' جي نالي سان گهڻو وقت جاري رهي. سر سيد احمد خان جو ٻيو وڏو ڪارنامو تعليمي حاصلات آهي. 1857ع جي غدر يا جنگ آزاديءَ جي ناڪاميءَ کان پوءِ انگريزن سڄي هندستان تي قبضو ڪري مغلن جي حڪومت جي خاتمي جو اعلان ڪيو. آخري حاڪم بهادر شاهه ظفر کي ملڪ نيڪالي ڏئي 'برما' موڪلي نظربند رکيو ويو. مسلمانن کي انگريز شڪ جي نظر سان ڏسڻ لڳا. سر سيد احمد خان هن صورت حال تي گهڻو غور ڪيو. آخرڪار هي ان نتيجي تي پهتو ته، جيسين مسلمان انگريزي تعليم ۽ جديد علوم نه پرائيندا، ايستائين انهن ۾ ڪو به سڌارو نه ايندو. 1875ع ۾ سر سيد احمد خان عليگڙهه ۾ ايم. اي. او محمدن اينگلو اورينٽل هاءِ اسڪول جو بنياد رکيو. هي ادارو پوءِ ڪاليج ۽ بعد ۾ عليگڙهه مسلم يونيورسٽيءَ جي روپ ۾ سامهون آيو. هي سر سيد احمد خان جي وڏي ۾ وڏي خدمت آهي. 1886ع ڌاري وڌيڪ تعليمي حاصلات لاءِ 'محمدن ايجوڪيشنل ڪانفرنس' نالي هڪ اداري جو بنياد رکيائين. ان پس منظر ۾ هندستان جي ٻين علائقن ۾ به هي سلسلو شروع ٿي ويو. ان ڏس ۾ اڳتي هلي قائم ٿيل سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ جو مثال ڏئي سگهجي ٿو. جيڪو حسن علي آفنديءَ قائم ڪيو. ان زماني ۾ سنڌ ۾ پنهنجي يونيورسٽي نه هئڻ ڪري، اڪثر مسلمان ۽ غريب شاگرد اعلىٰ تعليم لاءِ مسلم يونيورسٽي عليگڙهه ويندا هئا.

سر سيد احمد خان جو ٽيون اهم ڪردار سياسي حوالي سان آهي. ابتدا ۾ هي صاحب هندو- مسلم اتحاد جو زبردست حامي هو. جڏهن 'انڊين نيشنل ڪانگريس' (1885ع) وجود ۾ آئي، تڏهن ان جي جواب ۾ 'محب وطن جماعت' (Patriotic Association) قائم ڪيائين ۽ ان کي مسلمانن جي نمائنده جماعت سڏيائين. اردو ۽ هندي تضاد اڀريو ته هن هنديءَ جي

پيٽ ۾ اردو زبان جي ڀرپور حمايت ڪئي. مسلمانن جي لاءِ جدا گانہ سياسي حقن جي ڳالھ شروع ڪيائين. علي ڳڙھ تحريڪ رڳو تعليمي نہ پر اها هڪ فڪري ۽ تهذيبي تحريڪ بڻ هئي. هي تحريڪ تعليم جي معاملي ۾ مختلف مضمونن جي حوالي سان ڪي خاص سوچون رکندڙ هئي. زندگيءَ متعلق عليڳڙھ تحريڪ جو نظريو ترقي پسندانہ هو ليڪن ملڪ جي حوالي سان احتياط ۽ اعتدال ان جو خاص مقصد هو. جيتوڻيڪ سر سيد احمد خان 1898ع ۾ وفات ڪئي، پر مسلم يونيورسٽي علي ڳڙھ نہ رڳو علم ۽ ادب جي ميدان ۾ ڪي خاص ڪاميابيون حاصل ڪيون، پر 1906ع ۾ 'آل انڊيا مسلم ليگ' جو قيام عليڳڙھ جي فڪري تحريڪ جي حاصلات آهي. اڄ جي هندستان ۽ پاڪستان يا آسان زبان ۾، ڏکڻ ايشيا جي سياسي نقشي ٺاهڻ ۾: سر سيد احمد خان، سر سلطان محمد شاھ آغا خان (ٽيون)، سر محمد اقبال ۽ قائداعظم محمد علي جناح جو اهم ڪردار آهي. ڪير بہ هنن چئن اڳواڻن جي هن مکيہ ڪردار کي للڪاري نہ ٿو سگهي.

**سرشار عقيلي** (ڏسو: الله بخش سرشار عقيلي، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد پهريون).

**سر شاهنواز ڀٽو** (ڏسو: ڀٽو سر شاهنواز خان، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ٻيو).

**سر شاهنواز ڀٽو لائبريري**: ڀٽي خاندان جو اهم فرد ۽ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جو والد سر شاهنواز خان ڀٽو پنهنجي دؤر ۾ انهن شخصيتن ۾ شمار ٿيندو هو، جن کي ڪتابن جي مطالعي جو ڏاڍو شوق هوندو هو. هن تعلقي رتيديري جي ڳوٺ ڳڙهي خدابخش ڀٽي ۾ هڪ ذاتي لائبريري قائم ڪئي، جنهن ۾ پنجن هزارن کان مٿي ڪتاب موجود هئا. هو جڏهن بہ ولايت ويندو هو تہ قيمتي ۽ ناياب ڪتاب هن لائبريءَ



لاءِ خريد ڪري ايندو هو. اڳتي هلي هن لائبريءَ ۾ سندس فرزند سڪندر علي ڀٽي ۽ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي ڪتابن جو ڪافي واڌارو ڪيو. اڳتي هلي سنڌ جي علم دوست ڊپٽي ڪمشنر محمد هاشم ميمڻ مرحوم 1984ع ۾، لاڙڪاڻي ۾ 'سر شاهنواز ڀٽو لائبريري' جو بنياد رکيو. جنهن ۾ سر شاهنواز ڀٽي جي رتيديري واري لائبريءَ جا سمورا ڪتاب منتقل ڪيا ويا. هن لائبريءَ جو پهريون مرحلو 1986ع ۾ مڪمل ٿيو. جڏهن تہ ٻيو مرحلو 94-1993ع ۾ مڪمل ٿيو. هن لائبريءَ ۾ هيٺيان ڀاڱا قائم ڪيا ويا:

(1) ريفرنس هال، (2) آڊيٽوريم، (3) ٻارن جو شعبو، (4) سي ايس. ايس جو سيڪشن، (5) عورتن جو شعبو (6) اخبارن ۽ رسالن جو شعبو (7) انٽري ٽيسٽ سيڪشن، (8) مک لائبريءَ جي ڪتابن جو سيڪشن، (9) بلائينڊ سيڪشن، ۽ (10) لنڪن ڪارنر.



هن لائبريءَ ۾ روزانو 1000 جي لڳ ڀڳ شاگرد پڙهڻ ايندا آهن ۽ ساليانو پنجن کان ڇهہ شاگرد سي. ايس. ايس جي امتحانن ۾ ڪاميابي حاصل ڪندا رهيا آهن. سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن ۽ ٻين چٽاڀيٽيءَ جي امتحانن جي تياريءَ لاءِ پڻ هن لائبريءَ ۾ هر سال ڪيترا شاگرد ايندا آهن ۽ ڪاميابي حاصل ڪندا آهن. هن لائبريءَ ۾ 37 روزانيون سنڌي، اردو ۽ انگريزي اخبارون ۽ چاليهن کان مٿي مخزنون ۽ رسالا باقاعدگيءَ سان ايندا آهن. هن وقت هيءَ لائبريري سينٽرلي ايئرڪنڊيشن آهي، جنهن ۾ ڪيٽلاگنگ کان وٺي انٽرنيٽ ڪيفي ٽائين جون سهولتون موجود آهن. هن لائبريءَ ۾ ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ جي اڳوڻي وزير محترمہ سسئي پليجو، ميوزيم پڻ منظور ڪيو هو، جنهن تي ڪم هلي رهيو آهي.

**سرطان** (برج): سرطان برج منقتہ البروج جي چوٿين علامت، جنهن کي ڪيڪڙي جي ذريعي ڏيکاريو وڃي ٿو. 22 جون ۽ 22 جولاءِ جي وچ ۾ پيدا ٿيندڙ برج سرطان قرار ڏنو وڃي ٿو. ماهرين نجوم موجب سرطان جو حاڪم ستارو چنڊ آهي. جيڪو پاڻيءَ جي علامت آهي. سرطاني ماڻهو جذباتي، حساس، رجعت پسند ۽ گهر سان محبت ڪرڻ وارا هڏايا وڃن ٿا. چنڊ سان نسبت رکڻ باوجود



هنن جا مزاج ڏاڍا حساس ٿين ٿا. هنن جو ذهن تفهيم جي بنسبت احساس جي طرف مائل هوندو آهي. ٻين ماڻهن جي ضرورتن ۽ جذبن جو احساس ڪرڻ جي صلاحيت هجڻ باوجود سرطاني برج وارا ماڻهو ڏاڍا همدرد ۽ مهربان هوندا آهن. هو گهٽ ڪري گهر کي وڏيڪ اهميت ڏيندا ۽ ان جو

تحفظ چاهيندا آهن. ۽ تحفظ خاطر هو اڪثر اندر ئي بند ٿيو وڃن ٿا. سرطان سان لاڳاپيل ماڻهن جي پيشي ۾ گهٽو ڪري گهربلو نوعيت جو پيشو شامل آهن. جيئن مهمان نوازي، ڪاڏو پيتو ناهڻ، ڪيٽرنگ ڪرڻ، ٻارن جي سار سنڀال توڙي جائيداد جو ڪاروبار، تصنيف و تاليف يا اهڙيون ٻيون ملازمتون وغيره.

**سرطان** (Cancer/ Carcinoma: بيماري): سرطان جي بيماريءَ کي ميڊيڪل سائنس جي حوالي سان انساني اوڄن (Tissues) ۾ نئين غير طبعي (روڳي) واڌ (New Neoplasm Growth) چئجي ٿو. رومي ۽ يوناني حڪيمن هن واڌ کي هوبهو سامونڊي ڪيڪڙي (Sea Crab) سان مشابهت رکندڙ سرطان جي بيماري ڪري ڪوٺيو آهي. سرطاني واڌ هر ڏينهن سواءِ ڪنهن ضابطي جي بيماريءَ هيٺ آيل عضوي ۾ واڌ ويجهه ڪندي رهي ٿي، نه رڳو ايترو پر هيءَ واڌ وڏيڪ روڳي بڻجي وڃي ته بيماريءَ جي اثر هيٺ آيل عضوي جي باقي حسن سان گڏ ٻين پر وارن عضون جي اوڄڻ تي به حملو ڪري انهن کي به سرطان زده ڪري ڇڏيندي آهي. سرطان جي (روڳي) واڌ سدائين چرٻيءَ وارن جيو گهرڙن (Epithelial Cells) ۾ ٿيندي آهي.




ڪجهه عرصي کان رسالن، اخبارن، ريڊيو ۽ ٽي. وي تي ڏسندا، ٻڌندا ۽ پڙهندا به اچون ته سرطان جي علاج لاءِ فلاڻي سيرم، دوا ۽ انجيڪشن ايجاد ڪئي وئي آهي. تنهن ڪانسواءِ دنيا جي ڪيترن ئي ترقي يافته ملڪن ۾ مرضياتدان (Pathologists)، پروفيسرن، فزيشن، استادن ۽ شاگردن پاران هن مرض جي تحقيق ۽ علاج تي پنهنجيون عمريون وڃائي ڇڏيون آهن. نه رڳو ايترو پر ڪروڙين روپيا به خرچ ڪري ڇڏيا آهن. پر اڃا تائين هن بيماريءَ جو ڪو به خاطر خواهه علاج ڳولي ڪين سگهيا آهن. هر تحقيق، ڪوشش ۽ دوا جي ابتڙ هي مرض آهي. انهيءَ ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته اڄ جي ميڊيڪل سائنس جي سيني شعبن مان خاص ڪري جراحيءَ (Surgery) ايتري ته گهڻي ترقي ڪئي آهي جو انسان جي جسم جا سرنهن جي داڻي جيترا حصا ڪري ڇڏين ته به سرجن انهن کي جوڙي ماڻهون ڪري ٻيهاري ڇڏيندا، پر سرجري هن بيماريءَ کي اهڙو ته چيڙائي ڇڏي ٿي جڻ فصل کي يوريا ڏني وڃي ٿي.

سرطان اهڙو موذي مرض آهي جنهن جي نئين غير طبعي (روڳي) واڌ جيڪا واڌ خود سرطان آهي جي جراحي ڪرڻ ڪانپوءِ به هي مرض ڇڏي نٿو ۽ وري ٻيهر ساڳي عضوي ۾ واڌ ڪائي ٿو يا وري اتان ڇڏي ٻئي هنڌ (Metastasis) نئين واڌ جي صورت ۾ ظاهر ٿئي ٿو. جنهن جو بنيادي سبب اهو آهي ته سرجن انهيءَ غير طبعي (روڳي) واڌ جي جراحي ڪندو جيڪا ڪيس چاقون جي هيٺان ڏسڻ ۾ ايندي آهي پر انهن هزارين ۽ لکين سرطاني جيوڙن (Cancerous Germs) کي ڪجهه به ناهي ڪري سگهندو، جيڪي غير طبعي (روڳي) واڌ جي آسپاس گڏ ٿيل (موجود) هوندا آهن يا رت جي ناڙين ۾ موجود هوندا آهن. نتيجي ۾ جراحيءَ ڪانپوءِ وري ٻيهر اهي ضعيف جاءِ تي پنهنجا ٻيهر گهر اڏيندا آهن يا ٻين ويجهن عضون جي صحتمند اوڄن تي حملو ڪري انهن ۾ نئين سرطاني غير طبعي واڌ ڪري وجهندا آهن. ان جو مثال بلڪل ايئن آهي جو ماکي لاهڻ ڪانپوءِ ماکيءَ جا مکا ٻيهر ساڳي ماناري تي ويهي ماکي ٺاهين يا ڪنهن (پر ۾) ٻئي هنڌ پنهنجو نئون مانارو ٺاهي ماکي گڏ ڪن.

اڄ تائين سرطان تي هر تحقيق ۽ علاج جو ڪو به ڪارائتو اثر ڪونه پيو آهي. هي موذي مرض دنيا ۾ ڏينهون ڏينهن نه رڳو وڌندو پيو وڃي پر هن سبب موت جي شرح وڏيڪ آهي. سرطان تي تحقيق ڪندڙ جڳ مشهور ڊاڪٽر جان اي. ايم. سي گلين (Dr. John A Mcglinn) فلاڊلفيا ميڊيڪل سوسائٽي (Philadelphia Medical Society) ۾ پنهنجي هڪ تحقيقي مقالي ۾ ٻڌايو ته دنيا ۾ هر ڏينهن واقع ٿيندڙ موتن ۾ هڪ موت مرد جو سرطان وگهي ٿئي ٿو. جڏهن ته هر يارهن موتن ۾ هڪ موت عورت جو سرطان وگهي ٿئي ٿو. جنهن ۾ گهڻا ئي ارهه جي سرطان (Breast Cancer) جي ڪري آهي.

**(الف) سرطان ڇا آهي ۽ ڪيئن ٿئي ٿو؟** دنيا جي هر ساهدار جي وجود جو بنياد هڪ جيو گهرڙي (اُٽي- Cell) تي ٻڌل آهي. وري انيڪ جيو گهرڙا گڏجي هڪ اوڄو (Tissue) ٺاهين ٿا. اهي سيئي اوڄا گڏجي جسم جا جدا جدا عضوا جوڙين ٿا. جيئن دل، دماغ، ڦڦڙ، جيرو، بڪيون ۽ ارهه (ڇاتيون) وغيره. اهڙي طرح هر هڪ عضوي کي پنهنجا ڌار ڌار اوڄا ۽ انهن جا قسم ٿين ٿا، تنهنڪري هر هڪ انساني عضوي جي اوڄن کي پنهنجي پنهنجي خاصيت ۽ فصل به پنهنجو پنهنجو آهي. گهٽين حالتن ۽ سبب جي ڪري ڪنهن به عضوي جي (عام) صحتمند جيو گهرڙن ۾ ڪو به بگاڙ پيدا ٿيندو آهي ته اهي (جيوگهرڙا) ايتري ته تڪڙي واڌ ويجهه ڪندا آهن جو انهن جو واڌ ويجهه تي ڪو به ضابطو ڪونه ٿيندو آهي، تنهنڪري انهيءَ عضوي جي بيماريءَ خلاف سگهه ۽ تنتي سرشتو ڪمزور ٿي ويندو آهي. نتيجي ۾ وڌيل جيو گهرڙا پنهنجي ئي (عضوي جي) اوڄن تي حملو ڪري اوڄن کي ناس ڪري ڇڏيندا آهن. تنهن سبب ڪري جنهن عضوي جا هي اوڄا هوندا آهن انهيءَ عضوي ۾ نئين غير طبعي (روڳي) واڌ ٿيندي آهي، جنهن واڌ کي ميڊيڪل سائنس

جي اصطلاح ہوليءَ ۾ (New neoplasm Growth) چوندا آهن. جڏهن تہ يوناني ٻوليءَ ۾ (Carcinoma) ۽ عام ٻوليءَ ۾ Cancer چئبو آهي.

**(ب) سرطان جي ٿيڻ جا سبب Aetiology:**

**(1) چانهن ۽ ڪافي (Tea and Coffee):** جيڪي ماڻهون چانهن ۽ ڪافيءَ جو گهڻو واهپو ڪن ٿا، خاص ڪري خالي پيٽ/نيرانو تہ انهن ماڻهن کي هر ڪنهن قسم جو سرطان ٿيڻ جو خدشو رهي ٿو، ڇو تہ جنهن جو سبب چانهن ۽ ڪافي پيئڻ سان معدي جي مٿئين تهہ کي نقصان پهچي ٿو، جنهن جي نتيجي ۾ ماڻهون جو تنتي سرشتو تباهہ ٿئي ٿو. ڪمزور ۽ تباهہ ٿيل تنتي سرشتي ڪري سرطان آسانيءَ سان ٿئي ٿو.

**صحتمند ۽ سرطان واري جيوگهرڙي جي شڪل**

خلياتي مادو
مرڪز
ننڍڙو مرڪز
رنگين مادو

خلياتي مادي جو وڌي وڃڻ
مرڪز جو هڪ هجڻ
ننڍڙي مرڪز جو هڪ هجڻ
رنگين مادو صاف هجڻ

خلياتي مادي جو ننڍو ٿي وڃڻ يا گهٽجي وڃڻ
مرڪز جو ڪيترن حصن ۾ ورهائجڻ
ننڍي مرڪز جو وڏو ٿي وڃڻ
رنگين مادي جو ڳُهرو ٿي وڃڻ

**(2) تماڪ نوشي (Tobacco Smoking):** تماڪ نوشيءَ جي ڪري ساهہ جي سرشتي خاص ڪري ڦڦڙن ۽ ساهہ جي ناليءَ جي اوجن کي نقصان ٿئي ٿو ۽ انهن ۾ تباهي اچي ٿي. جنهن جي ڪري تماڪ ڇڪيندڙ يا تماڪ کائيندڙ جيئن گٽڪو، تماڪ وارو پان کائيندڙ ماڻهن کي ڦڦڙن، ساهہ جي نالي، وات ۽ ڳلي جو 90 سيڪڙو ڪينسر (سرطان) ٿيڻ جو خطرو رهي ٿو.

**(3) الڪوهل (Alcohol):** الڪوهل (شراب) پيئڻ سان جيري جي اوجن، رت جي اجن ۽ ڳاڙهن جزن جي تباهي ايندي آهي. تنهن ڪري هڪ تہ جيري جي اوجن جي تباهيءَ ڪري نئون رت ناهي ٺهندو، ٻيو جيري ۾ هر ڪنهن قسم جي غير طبعي (روڳي) واڌ ٿيندي آهي، تنهن ڪانسواءِ رت جي اجن جزن جي تباهيءَ ڪري جسم جي بچاءَ جو نظام (Protection System) ڍهي پوندو، تنهن ڪري جيري ۽ رت جو ڪينسر ٿي پوندو آهي.

**(4) گوشت کائڻ (Meat Eating):** جيڪي ماڻهو گوشت گهڻو کائين ٿا، خاص ڪري ڳائو/وڏو گوشت (Beef) تہ انهن ماڻهن جي معدي، ننڍي ۽ وڏي آنڊي جي اوجن ۾ ڪمزوري ٿيڻ ڪري ڪور اوجن ۾ ڪافي ناڪاري تبديليون اچن ٿيون تنهن ڪري هاضمي جي عضون جي هر قسم جي سگهہ جو نظام ڪمزور ٿيڻ سان گڏ ڪوڙ جسماني بيماريون ٿين ٿيون، جن ۾ سرطان بہ هڪ بيماري آهي. سڄي دنيا ۾ وڏ ۾ وڏ ۽ گهٽي مقدار ۾ ڳائو گوشت برطانيہ ۾ کاڌو وڃي ٿو. جتي لوڻيل ڳائي گوشت سميت ڪيترن قسمن جو ڳائو گوشت ناهي واهپي هيٺ آندو ويندو آهي) اهوئي سبب آهي جو سڄي دنيا ۾ هر ڪنهن قسم جو سرطان برطانيہ ۾ ٿئي ٿو ۽ سرطان جي ڪري موت جو تعداد بہ هتي گهڻو ٿئي ٿو جنهن ۾ وڏ ۾ وڏ عورتون ڇاتيءَ جي سرطان وگهي مرن ٿيون. ڏٺو ويو آهي تہ جن ملڪن ۾ پاڄين جو واهپو گهڻو آهي (جيئن هندستان ۾) تہ انهن ملڪن ۾ گوشت خور ملڪن جي مقابلي ۾ هر ڪنهن قسم جو ڪينسر گهٽ ٿئي ٿو.

**(5) لذيذ کاڌا (Tasty Foods):** وڏين هوٽلن جي کاڌن، بيڪرين ۾ رکيل پڳل ۽ لوڻيل گوشت (Saltish Beaf Meat) نمڪين بسڪوٽن ۽ سيني قسم جي ٿڌين بوتلن (Cold dinks) کي وڌيڪ لذيذ ڪرڻ جي لاءِ انهن سيني کاڌي پيتي جي شين ۾ باءِ ڪاربونيٽ آف سوڊا (Bi- Carbonate of Soda) ڪتب آندي ويندي آهي، جيڪا سوڊا اهڙو ڪيميائي مادو آهي جيڪو چربيءَ وارن جيو گهرڙن (Epithelial Cell) ۾ بگاڙ ڪري غير طبعي (روڳي) سرطاني واڌ ڪري وجهندو آهي.

**(6) هٿرادو کاڌا (Synthetic Foods):** ڪوڙ دٻن ۾ مهربند ٿيل کاڌا ۽ فروٽ وغيره جن کي تازو رکڻ ۽ جيوڙن کان آجو رکڻ لاءِ طرح طرح جا ڪيميائي مادا ۽ لوڻ ڪتب آندا ويندا آهن، جيڪي کاڌا ڪجهہ وقت گذرڻ ڪانپوءِ اندران اندران زهريلا بڻجي ويندا آهن. تنهن ڪانسواءِ کاڌن ۽ فروٽن کي بند دٻن ۾ تازو رکڻ ۽ جيوڙن کان آجو رکڻ وارا ڪيميائي مادا ۽ لوڻ گڏجي چربيءَ وارن جيو گهرڙن کي نقصان پهچائي سرطان سان گڏ ٻين بہ بيماريون ڪري وجهندا آهن.

**(7) ڪيميائي مرڪب Chemical Compounds:** ڪوڙ ڪيميائي مرڪب جيڪي عام دوائن جي ناهڻ ۾ ڪتب اچن ٿا، گهڻي وقت تائين بغير ڊاڪٽر جي صلاح يا پاڻمرادو واپرائڻ سان انهن مرڪبن جا زهريلا اثر چربيءَ وارن جيوگهرڙن کي نقصان پهچائي غير طبعي (روڳي)، سرطاني واڌ (بيماري) ڪري وجهندا آهن.

**(8) فارمي مرغي (Poultry Chicken):** ڪجهہ سال اڳ ۾ شياد 1992ع ڌاري پاڪستان حڪومت جي وڏي ليبارٽري PCSIR ۾ هڪ مرضيات دان Pathologist پنهنجي تحقيق ڪانپوءِ ٻڌايو تہ فارم جي مرغيءَ کي جيڪو داڻو ڏنو وڃي ٿو ۽ جن شين مان اهو داڻو ٺهي ٿو اهو گهڻن قسمن جي سرطانن جو سبب بڻجي ٿو. تنهن ڪانسواءِ هن صاحب اهو بہ ٻڌايو تہ فارمي مرغيءَ جي هڏن کي ڪرڻ ڪانپوءِ هڏن جي رس جيڪا جسم ۾ وڃي ٿي تنهن مان هر حال ۾ ٻن قسمن جو ڪينسر ٿئي ٿو هڪ هڏن جو ڪينسر (Osteo Cancer)، ٻيو عورتن ۾ ڇاتي (ٿڃ) جو ڪينسر (Breast Cancer). ياد رهي تہ مرغيءَ جي داڻي ۾ جتي ٻيون شيون ۽ ڪيميائي مادا آهن، 70% سيڪڙو انهن ۾ ذبيح ڍور جو رت شامل هوندو آهي. (حلال ذبيح جو رت پيئڻ ۽ کائڻ اسلام ۾ حرام آهي)

**(9) ڪيميائي دوائن جو ڦوهارو ۽ ڀاڻ (Chemical Spray and Fertilizer):** ڀاڄين جي مٿان طرح طرح جي زهريلن Toxics ڪيميائي

مادن جو ڦوهارو ڪرڻ خاص ڪري Melathin ڪيميائي دوا ۽ فصل جي واڌاري لاءِ Nitrogen ڪيميائي پاڻ هوندو آهي. جڏهن هنهي ڪيميائي مادن جو زهريلو اثر گڏجي انسان جي معدي ۾ وڃي ٿو ته ان جي مٽيئن ته کي تباهه ڪري ڇڏي ٿو جنهن جي نتيجي ۾ ماڻهن جي معدي جو تنتي سرشتو تباهه ٿيڻ سان گڏ معدي جي خرابي ۽ معدي جون بيماريون ٿين ٿيون، جنهن جي ڪري معدي جي اوجن ۾ تباهيءَ ڪري معدي جو ۽ هر قسم جو سرطان ٿئي ٿو. تنهن ڪانسواءِ زهريلن ڪيميائي




مادن جو زهريلو اثر رت جي وهڪري ۾ شامل ٿئي ٿو ته ان جو سنئون سڌو اثر جيري جي اوجن تي ٿئي ٿو جنهن جي ڪري جيري جي اوجن ۾ تباهي پيدا ٿيڻ ڪري جيري ۾ (جيري جي اوجن ۾) غير طبعي (روڳي) سرطاني واڌ ٿئي ٿي. جنهن ڪري جيري ۽ رت جو ڪينسر ٿئي ٿو ان لاءِ ضروري هوندو آهي ته سبزيون وغيره چڱيءَ طرح ڌوئي پوءِ رڌجن.

**(10) پوٽيشيم جي گهٽتائي Deficiency of Potassium:** جن ماڻهن جي رت مان پوٽيشيم گهٽ ٿي ويندو آهي ته چربيءَ وارن جيو گهرڙن ۾ بگاڙ ٿيندي آهي، تنهن ڪري جنهن به عضوي جو تنتي سرشتو ڪمزور ٿي ويندو آهي ان عضوي ۾ ڪنهن نه ڪنهن قسم جو ڪينسر ٿيندو آهي. جڏهن ڪنهن به ڪينسر جي مريض جي سيرم اليڪٽرو لائيٽس (Serum Electrolytes) ٽيسٽ ڪرائبي ۽ ان جي رت ۾ پوٽيشيم جو مقدار گهٽ اچي يا بلڪل نه هجي ته سمجهڻ گهرجي ته مريض جي ڪينسر جو ڪارڻ پوٽيشيم جي گهٽتائي آهي، تنهن ڪري هن قسم جي ڪينسر جو علاج ڪرڻ وقت ڪيس ٻين دوائن سان گڏ هترادو پوٽيشيم ۽ پوٽيشيم وارين دوائون ضرور ڏيڻ گهرجن. (عام حالت ۾ صحتمند ماڻهو جي رت ۾ پوٽيشيم جو مقدار 3.5 کان 5 ايم مولس M.Moles/لٽر هوندو آهي.)

**(11) ڳڻتي ۽ تنگدستي Worriment and Poverty:** لاڳيتو ڳڻتي، ذهني پريشاني، تنگدستي، غربت ۽ ڏکن جي ڪري ماڻهن جو تنتي نظام ڪمزور ٿي ويندو آهي، جنهن جي ڪري ماڻهن جي رت مان پوٽيشيم ۽ فاسفيٽ جو مقدار گهٽ ٿي ويندو آهي، تنهن ڪري ڪنهن نه ڪنهن عضوي جي چربيءَ وارن جيو گهرڙن ۾ بگاڙ ٿيڻ ڪري ڪينسر ٿي پوندو آهي.

**(12) بيماريون (Diseases):** سرطان اهڙن ڪي به ٿئي ٿو جن ڪي جسم ۾ تنتي سرشتي کي ڪمزور ڪندڙ بيماريون موجود آهن. جيئن سلهه، دم ۽ ذيابيطس وغيره. انهن سڀني بيمارين ۾ وڏ ۾ وڏ ذيابطس جي بيماري آهي، جيڪا سرطان ٿيڻ جو سبب بڻجي ٿي.

**(ب) بيماريءَ جي سڃاڻپ (تشخيص) Diagnosis**

**(1) بيماريءَ جون ظاهري علامتون Clinical Symptoms:** جڏهن سرطان جي بيماري منهن ڪڍندي (Onset) آهي ته شروع ۾ ڪي به ظاهري علامتون ڪو نه هونديون آهن. جنهن وقت بيماري وڌندي آهي ته جسم تي ڪنهن نه ڪنهن قسم جون علامتون ظاهر ٿيڻ شروع ٿينديون آهن. جيئن ڪو غدود (Gland) وڌي ويو، ڦٽ اهڙو ٿئي جيڪو ناسور بڻجي وڃي، يا بيماريءَ هيٺ آيل ۾ نئين غير طبعي (روڳي) واڌ ٿي پوي مثال جيئن ڪاڌي جي ناليءَ (Oesophagus) ۾ سرطاني واڌ ٿيندي ته ڪاڌي جي نالي بند ٿيڻ شروع ٿيندي آهي. جنهن جي ڪري ڪاڌي کي ڳيت ڏيڻ ۾ ڏکيائي (Dysphasia) ٿيندي ۽ سور ٿيندو آهي، جيڪڏهن مرض وڌي ويو ته آخرڪار ڪاڌو ناليءَ کان هيٺ ڪو نه لهندو آهي. مريض اٿڄي پوندو تنهن ڪري ڪاڌو واپس ايندو آهي، ايئن آواز جي توترين (Vocal Cords) ۾ غير طبعي (روڳي) سرطاني واڌ ٿي ته شروع ۾ آواز ويهي رهندو (Hoarseness) آهي. پوءِ ڳالهائڻ ۽ اکرن جي اچارڻ ۾ تڪليف (Aphasia/Dysphasia) ٿيندي آهي. آخر ۾ آواز بندي ٿي ويندو آهي. جڏهن مريض مڪمل سرطان ۾ ونجي ويندو آهي ته پوءِ مريض ۾ هينيون (هڪ ئي وقت) جسماني علامتون ظاهر ٿينديون آهن.

**(I) نبض (Pulse):** هر ڪنهن قسم جي سرطان جي مريض جي نبض ڍري ڪمزور ڏڪ هڻندي آهي، سنهي لڳندي پر تڪڙو هلندي آهي. جڏهن ته صحتمند ماڻهن جي نبض ڀرپور ڏڪ هڻندي آهي، آڱرين کي مضبوط لڳندي آهي ۽ هڪ ڪري (سانت ۾) هلندي آهي. هڪ مقرر اندازي مطابق هر صحتمند نوجوان ماڻهو جي نبض 40 کان 80 ڏڪ في منٽ ۾ هڻندي آهي.

**(II) زبان (Tongue):** سرطان جي مريض جي زبان جو مرض جي پهرئين درجي (مرحلي) ۾ اڳيان وارو اڌ حصو ڦڪو هوندو آهي ۽ پويون حصو ميرانجهو اڇو هوندو آهي. جڏهن مرض وڌي ٻئين درجي ۾ پهچندو آهي ته زبان جو رنگ ڳاڙهو ڳٽول ٿي ويندو آهي. پر جڏهن هيءَ بيماري وڌيڪ روڳي بڻجي آخري مرحلي (درجي) ۾ پهچندي آهي ته ان وقت زبان جو رنگ ڍڳي جي گوشت (Beef Steaks) جي رنگ جهڙو ٿي ويندو آهي. عام طرح سان هر صحتمند ماڻهو جي زبان گلابي رنگ جي ۽ آلي (Moist) هوندي آهي.

**(III) اکيون (Eyes):** سرطان جي مريض جي دوڏي (Orbit) واري پردي (Corner)، جي مٿان ڦڪي سائي رنگ جا دبڪ نهي بيهندا آهن. جنهن جو مطلب ته مريض جي رت ۾ زهريلو مادو ۽ البيومن شامل ٿي ويو آهي، تنهنڪري مريض جي جسم جو رت زهريلو (Toxic Blood) ٿي ويو آهي.

عام طرح سان صحتمند ماڻهوءَ جي دوڏن جي پردي جو رنگ اڇو هوندو آهي.

هتي اهو به ٻڌائجي ٿو جيڪڏهن ڪنهن به ماڻهو جي دوڏن جو رنگ اڇو هوندو آهي ته ان جو اهو مطلب آهي ته ماڻهو جي جسم جا سڀ غدود (Glands) درست ڪم ڪري رهيا آهن. تنهن ڪانسواءِ سندس رت ۾ ڪنهن به قسم جو زهريلو مادو موجود ڪونهي.

**(IV) وزن (Weight):** سرطان جي مريض جو وزن گهٽجي ويندو آهي. جيڪڏهن سرطان جي مريض (عورت هجي يا مرد) سندس بيماريءَ کان اڳ واري وزن کان 20 سيڪڙو وزن گهٽجي وڃي ته اهو خطرناڪ آهي. خاص ڪري 40 سالن جي عمر جو (مرد توڙي عورت هجي) جو سرطان ۾ سندس اصلي وزن کان 20 سيڪڙو گهٽ ٿئي ته ان کي خطرناڪ سمجهجي.

(V) بک (Appetite): سرطان جي مريض جي بک بلڪل مري ويندي آهي. جيتوڻيڪ سندس ڪمزور تنتي سرشتي کي قوت ڏيڻ ۽ سگهارو ڪرڻ لاءِ کاڌو ضروري آهي.

**(2) ليبارٽري ٽيسٽون Pathological Test**

**(I) گوشت/غدود جي واڌ جي چڪاس (Biopsy):** بيماريءَ هيٺ آيل عضوي جي گوشت، غدود يا غيرطبعي واڌ مان ٽڪرو ڪپي/ڪڍي مائيڪرو اسڪوپ وسيلي اوجن جي چڪاس ڪئي ويندي آهي ته مريض جي واڌ بي ضرر Benign آهي يا روڳي Malignant آهي، جي روڳي آهي ته سرطان ڪهڙي قسم جو آهي ۽ ڪهڙي مرحلي تي پهتو آهي.

**(II) واڌ/غدود، گوشت جي رطوبت (مواد) چڪاس FN Test** سئي جي ذريعي بيماريءَ هيٺ آيل عضوي جي روڳي واڌ مان ست (رطوبت) ڪڍي ان جي چڪاس ڪئي ويندي آهي ته روڳي واڌ ۾ ڪينسر جا جيوڙا موجود آهن يا نه؟

**(III) رت جي مڪمل چڪاس Hematology Test**

**(الف) رت جا اڇا جزا ('WBC') (Leukocytes):** سرطان جي مريض جي رت جا اڇا جزا وڌيل Leucocythaemia/Leukaemia آهن. جنهن ٽيسٽ ۾ وڌيل جزن جو مقدار به ڏنو ويندو آهي. عام طرح سان هر صحتمند ماڻهو جي رت ۾ اڇن جزن جو مقدار 4000 کان 11000 في سينٽي ميٽر هوندو آهي.

**(ب) رت جا ڳاڙها جزا R.B.C:** Erythrocytes سرطان جي مريض جي رت جا ڳاڙها جزا گهٽ (Erythropenia) هوندا آهن. جنهن ٽيسٽ ۾ رت جي ڳاڙهن جزن جي گهٽتائي جو مقدار به ڏنل هوندو آهي. عام طرح سان هر صحتمند ماڻهو جي رت ۾ ڳاڙهن جزن جو مقدار مرد ۾ 5 کان 4 ملين في سينٽي ميٽر هوندا آهن. جڏهن ته عورت ۾ 4.5 کان 5.5 ملين في سينٽي ميٽر هوندا آهن.

**(پ) هيموگلوبن Hemoglobin:** سرطان جي مريض هو هيموگلوبن گهٽ هوندو آهي. جنهن گهٽتائي جو مقدار پڻ هن ٽيسٽ ۾ ظاهر ڪيو ويندو آهي. هر صحتمند ماڻهو جي رت ۾ هيموگلوبن جو مقدار مردن ۾ 5.14 کان 14 گرام في 100 ملي ليٽر ۽ عورتن ۾ 13.6 کان 15 گرام في 100 ملي ليٽر هوندو آهي.

**(IV) سيرم اليڪٽرولائيٽس Serum Electrolytes**

**(الف)** سرطان جي مريض جي رت ۾ سوڊيم (Sodium) ۽ ڪاربونيٽ آئن (Carbonate ion) وڌيل هوندو آهي.

**(ب)** سرطان جي مريض جي رت ۾ پوٽيشيم (Potassium) ۽ فاسفيٽ (Phosphate) گهٽ هوندا آهن.

**(V) پيشاب جي چڪاس Urine Test**

**(الف)** سرطان جي مريض جي پيشاب ۾ ڪاربونيٽ (Carbonate) وڌيڪ هوندو آهي.

**(ب)** سرطان جي مريض جي پيشاب ۾ فاسفيٽ Phosphate ۽ ڪلورائيڊ (Chloride) گهٽ هوندو آهي.

**(پ) احتياط وارا اپاءَ Preventive Measures**

(I) سرطان جي مريض کي گرميءَ ۽ اُس جي تاءَ کان بچائڻ گهرجي نه ته ٻي صورت ۾ مرض تڪڙو وڌي ويندو آهي. بيماريءَ جو علاج ڪرائڻ ڪانپوءِ صحتياب ٿيڻ ڪانپوءِ به هڪ سال تائين هر حال ۾ گهٽي گرمي يا اُس تي بيهي ڪم ڪار ڪرڻ نه گهرجي. ٻي صورت ۾ مرض واپس ايندو آهي.

(II) سرطان جو مريض مرد هجي يا عورت ڪيس هر حال ۾ رڌ پچاءَ نه ڪرڻ گهرجي، خاص ڪري ارهه جي ڪينسر Breast Cancer ۾ رڌ پچاءَ نه ڪجي. نه ته ٻي صورت ۾ مرض تڪڙو وڌي ويندو آهي. تنهن ڪانسواءِ علاج ڪرائڻ ڪانپوءِ صحتياب ٿيڻ ڪانپوءِ به هڪ سال تائين اُس/باهه تي بيهي ڪم ڪرڻ نه گهرجي. ٻي صورت ۾ مرض واپس ايندو آهي.

(III) سرطان جي مريض کي گهٽي گرم پاڻيءَ سان وهنجڻ نه گهرجي. سياري ۾ به نهن سوسڙي پاڻيءَ (Tepid Water) سان وهنجڻ گهرجي. مرض ڇڏي وڃڻ تائين اهو ساڳيو احتياط ڪجي.

**(2) رک/پرهيز (Preventive Diet)**

(I) سرطان جي مريض کي ڪا به ڪوسي (گرم) شيءِ نه کائڻ نه وري پيئڻ گهرجي. يعني گرم چانهن، ٻوڙ ۽ ماني کائڻ نه گهرجي.

(II) چانهن ۽ ڪافي بلڪل پيئڻ گهٽائي ڇڏجي. خاص ڪري ٻئي نيراني پيئڻ نه گهرجن.

(III) وڏو گوشت خاص ڪري ڳائو گوشت ۽ چربيءَ وارو گوشت نه کائجي.

(IV) گانگٽ (Lobster): ڪيڪڙو، پلو ۽ سائين ڀاڄين ۾ واڱڻ، ڪدون، ۽ ميها کائڻ نه گهرجن.

**(3) خوراڪ (Food)**

(I) چانهن ضروري هجي ته ڏينهن ۾ هڪ ٻه پيرو ٿوري مقدار ۾ ٺاري پئندا/پيئڻ گهرجي.

(II) ٻاڪرو گوشت ڪائي سگهجي ٿو پر ان ۾ چربي نه هجي ۽ ٻوڙ ٺاري کارائيندا.

(III) سڀ قسم جون ڀاڄيون (سواءِ واڱڻ، ڪدون ۽ ميها) سڀ قسم جون داليون (سواءِ مسور جي ڳاڙهي دال) کائڻ گهرجن.

(IV) جيڪڏهن مريض کي ذيابطس ناهي ۽ مريض ۾ پوٽيشيم جي گهٽتائي آهي ته ان مريض کي هر حال ۾ روزاني هڪ گلاس ڳڙ Jiggery جو شربت ڪري پيارايندا. جديد تحقيق مطابق ڳڙ ۾ 90 سيڪڙو پوٽيشيم ٿئي ٿو.

**سر عبدالرشيد، جسٽس:** پاڪستان جي پهرين ۽ ناليواري چيف جسٽس سر عبدالرشيد 29 جون 1889ع تي لاهور ۾ جنم ورتو. هو لاهور جي هڪ معزز ميان خاندان سان تعلق رکندو هو. هن ابتدائي تعليم



لاهور جي سينٽرل ماڊل اسڪول مان ورتي. تنهن بعد، گريجوئيشن جي ڊگري فارمين ڪرسچن ڪاليج ڪئمبرج لنڊن مان حاصل ڪيائين. 1913ع ۾ وطن واپس اچي لاهور ۾ قانون جي پريڪٽس شروع ڪئي. مارچ 1925ع ۾ هو اسسٽنٽ ليگل رميمبرنسر، 1931ع ڌاري پنجاب حڪومت جو سرڪاري وڪيل ۽ 1933ع ۾ لاهور هاءِ ڪورٽ جو جج بڻيو. ان کانپوءِ 1946ع ۾ لاهور هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس مقرر ٿيو ۽ کيس "سَر" جو لقب پڻ مليو. 15 آگسٽ 1947ع تي محمد علي جناح جڏهن پاڪستان جو پهريون گورنر جنرل مقرر ٿيو، ان وقت سر جسٽس عبدالرشيد سينئر مسلم جج جي حيثيت ۾ کانئس حلف کڻايو. 27 جون 1949ع تي هن کي ترقي ڏئي پاڪستان جو پهريون چيف جسٽس مقرر ڪيو ويو. هن 1954ع تائين اهو عهدو سنڀاليو. 28 مئي 1948ع کان 29 جون 1954ع تائين کيس 'کهڙو انڪوائري ڪميشن' جو صدر مقرر ڪيو ويو. هي 9 مهينن جي لاءِ پاڪستان جو گورنر جنرل پڻ رهيو. رٽائرمينٽ کانپوءِ هو فيملي لاز ڪميشن جو چيئرمئن مقرر ڪيو ويو.

هن 6 نومبر 1981ع تي وفات ڪئي. سندس خدمتن جي اعتراف ۾ کيس پاڪستان جي وڏي ۾ وڏي شهري اعزاز 'هلال امتياز' سان نوازيو ويو. ان کانپوءِ 2005ع ۾ حڪومت پاڪستان اسلام آباد دارالحڪومت جو 7 ايونيو روڊ (7 Avenue road) سندس نالي سان منسوب ڪيو. جنهن کي هن وقت جسٽس ميان سر عبدالرشيد ايونيو سڏيو وڃي ٿو.

**سر غلام حسين هدايت الله:** سنڌ جي ناماري سياستدان ۽ پهرئين گورنر سر غلام حسين هدايت الله، جنوري 1878ع تي شڪارپور شهر ۾ جنم ورتو. سندس والد جو نالو هدايت الله هو. جيڪو ڪشمير



مان لڏي اچي شڪارپور ۾ رهائش پذير ٿيو. سر غلام حسين پنهنجي ابتدائي تعليم مڪاني مدرسن ۽ بعد ۾ شڪارپور هاءِ اسڪول مان ورتي. مئٽرڪ جو امتحان سنڌ مدرسي مان پاس ڪري پوءِ ڊي جي سنڌ ڪاليج مان گريجوئشن جو امتحان پاس ڪيائين. ان کان پوءِ هن سنڌ گورنمينٽ لا اسڪول بمبئيءَ مان قانون جي ڊگري ورتي. 1905ع ڌاري حيدرآباد اچي وڪالت شروع ڪيائين. ٿوري ئي عرصي بعد هو ابتدا ۾ ميمبر ۽ پوءِ حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جو نائب صدر ۽ 1909ع ڌاري ضلعي لوڪل بورڊ حيدرآباد جو وائيس پريزيڊنٽ چونڊيو ويو. هن 1912ع ڌاري پنهنجي عملي سياسي زندگيءَ جي شروعات: بمبئيءَ ليجسليٽو ڪائونسل جي حيدرآباد ضلعي جي لوڪل بورڊ جي ٽڪ تان چونڊ وڙهي ڪئي. هي 1921ع ڌاري بمبئي حڪومت ۾ لوڪل سيف گورنمينٽ کاتي جو وزير مقرر ٿيو ان وقت هن لوڪل سيف گورنمينٽ ايڪٽ بمبئيءَ کي درست ڪري پاس ڪرايو جنهن ۾ ڪيترائي سڌارا آندائين. سنڌ ۾ آدم شماريءَ جي لحاظ کان مسلمانن کي لوڪلبورڊ ۾ نمائندگي وٺي ڏنائين. 1923ع جي چونڊن ۾ حيدرآباد ضلعي مان ميمبر چونڊيو ويو ۽ لاڳيتو وزير رهندو آيو. 1927ع ڌاري پي.ڊبليو.ڊي (PWD) جو وزير ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. پهريان هن کي 'سر' جو خطاب ۽ پوءِ K.C جو لقب ڏنو ويو. 1928ع ۾ کيس بمبئي سرڪار ۾ اضافو ڏئي ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جو ميمبر ڪري رکيو ويو. انهن ڏينهن ۾ حڪومت جو ڊائرڪي (Diarchy) سرشتو لاڳو هو. جنهن ۾ ڪي کاتا ڪائونسل جي چونڊيل ميمبرن کي ڏنا ويندا هئا. جن کي وزير سڏيو ويندو هو. مکيه کاتا تجربيڪار سرڪاري آفيسرن يا تجربيڪار پراڻن وزيرن کي ترقيون ڏيئي ڏنا ويندا هئا. انهن کي 'ايگزيڪيوٽو ميمبر' سڏيو ويندو هو. 1932ع ۾ سر غلام حسين هدايت الله کي بمبئي سرڪار جي مشهور خزانه ميمبر 'سر گوونداراءِ پرڌان' جي جاءِ تي خزانه ميمبر جي ڪم جي چارج ڏني وئي. ٻئي سال 1933ع ڌاري برطانيا سرڪار طرفان کيس KCSI (نائيٽ ڪمانڊر اسٽار آف انڊيا) جو خطاب مليو. بمبئي سرڪار طرفان 1930ع واري گول ميز ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ کيس موڪليو ويو. اتي هن بيمار هئڻ جي باوجود سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگيءَ جي فائدي ۾ پُرزور تقرير ڪئي. 1934ع ۾ زميندارن طرفان سنڌ جو عيوضي ٿي، وائسراءِ جي مرڪزي اسيمبليءَ ۾ چونڊجي ويو. بمبئي سرڪار ۾ کيس 1933ع ۾ هڪ سال لاءِ وڌيڪ ايگزيڪيوٽو ميمبر جي عهدي تي مقرر ڪيو ويو. جتان 1934ع ۾ رٽائر ٿيو. 1934ع ۾ ئي سنڌ جي زميندارن پاران مرڪزي ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي ويو 1936ع ۾ جڏهن سنڌ جدا ٿي ته هن هڪ سال لاءِ 'ايڊمنسٽريٽو ڪائونسل' جو چيئرمئن ٿي ڪم ڪيو. 1937ع جي چونڊن ۾ هيءَ مسلم پوليٽيڪل پارٽيءَ طرفان سنڌ اسيمبليءَ تي زميندارن طرفان چونڊجي آيو. اتحاد پارٽيءَ جي مکيه اڳواڻن سر شاهنواز ڀُٽي ۽ سرحاجي عبدالله هارون کي چونڊن ۾ شڪست ملڻ ڪري گورنر سنڌ هن کي تجربيڪار سياستدان ۽ مدبر سمجهي وزارت ٺاهڻ لاءِ گهرايو. سندس ان پهرين وزارت ۾ مير بنده علي خان ٽالپر ۽ مکي گوبندرام وزير هئا. سندس پارليامينٽري سيڪريٽرين ۾ ديوان بهادر هيرانند، خانبهادر محمد ايوب کهڙو، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ سيد ميران محمد شاهه هئا. ان وقت ديوان بهادر پوچسنگهه،

سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر چونڊيو ويو. ان پهرين سنڌ اسيمبليءَ ۾ ڪانگريس ۽ اتحاد پارٽيءَ وارا مخالفت ۾ ويٺا، جن گڏجاڻيون ڪري عوام ۾ سياسي شعور پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ان ڪانپوءِ ڪجهه وقت اڳتي هلي سر غلام حسين هدايت الله جي وزارت کي ٻن ڀاڳهين جو مقابلو ڪرڻو پيو. هڪ ته مسلمان نوجوان گروهه جي راءِ هئي ته جلد کي سنڌ جي پلي جا بل پاس ڪيا وڃن ۽ سڌارا آندا وڃن. ٻيو ته سڄو بار سر غلام حسين جي سر تي هو، جنهن ڪانپوءِ ڪجهه سياسي ناراضگيون ۽ غلط فهميون وڌي ويون ۽ سر غلام حسين پنهنجي پوئلڳن سان وڃي مخالفت ۾ ويٺو. سر غلام حسين ساري زندگي پارليامينٽري سياستدان ٿي رهيو هو. نئين طرز جي پارٽي پروپگينڊا وغيره سان مانوس نه هو. 1947ع ۾ پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ ڪانپوءِ سر غلام حسين هدايت الله سنڌ جو پهريون گورنر مقرر ٿيو. ان ڪانپوءِ هو جلد ئي بيمار ٿي پيو ۽ 4 آڪٽوبر 1948ع تي وفات ڪيائين. کيس ڪراچيءَ جي پراڻي عيدگاهه ۾ دفن ڪيو ويو.

سر غلام حسين هدايت الله ٻه شاديون ڪيون، پهرين گهرواريءَ مان کيس هڪ نياڻيءَ جو اولاد ٿيو ۽ ٻي زال بيگم صغرىٰ هدايت الله مان کيس چار پٽ ٿيا، جن مان سنڌس پٽ منور حسين، حُرن هٿان ’لاهور ميل‘ ڪيرائڻ واري حادثي ۾ مارجي ويو هو.

**سرفراز احمد پٺي، ڊاڪٽر**: نامور عالم ۽ تاريخ جي ڄاڻو ڊاڪٽر سرفراز احمد ولد لعل بخش پٺيءَ، 5 فبروري 1936ع تي ضلعي خيرپورميرس ضلعي ۾ گنبٽ پرسان ڳوٺ شاهه جي تڪيي ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم گنبٽ مان حاصل ڪري 1952ع ۾ مراد هاءِ اسڪول خيرپور مان مئٽرڪ ڪيائين. انٽر ۽ بي. اي جا امتحان سٽي ڪاليج حيدرآباد مان پاس ڪري، سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري مان ايم. اي ۽ ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽي جي رهنمائيءَ ۾



"Religious Movement in Sindh in the Pre- Akbar Time" جي عنوان سان 1975ع ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪيائين. هي 1962ع ۾ سچل سرمست ڪاليج حيدرآباد ۾ اسلاميات جو ليڪچرار مقرر ٿيو. ان کان اڳ ساڳئي ڪاليج ۾ آفيس سپرنٽينڊنٽ رهي چڪو هو. کيس پڙهڻ پڙهائڻ سان گهڻي دلچسپي هوندي هئي، آخر تائين سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ وزيٽنگ پروفيسر رهيو. هن لکڻ جي شروعات 1958ع کان ڪئي. نثر ۽ نظم ۾ ڪافي ڪجهه لکيائين. شاعريءَ ۾ ’راز‘ تخلص استعمال ڪندو هو. تاريخ، ادب، آثار قديمه، فلسفي، مذهب بابت سٺو مطالعو هئس. هي مطالعي جي شوق سبب ايران، شيراز، مصر، فرانس، تخت جمشيد، پاساگاد، شوش، عراق ۽ حجاز پڻ ويو. فني ۽ فڪري پختگيءَ ۽ ڄاڻ جي پندار جي حوالي سان سندس لکيل مقالن کي مستند حيثيت حاصل آهي.

ڊاڪٽر سرفراز پٺي علمي ادبي ۽ تعليمي ادارن جي مختلف انتظامي ڪاميٽين ۾ پڻ ڪم ڪيو جن ۾ ’علامه غلام مصطفىٰ قاسمي چيئر‘ سنڌ يونيورسٽي جي بورڊ آف گورنرس ۽ پبليڪيشن ڪميٽيءَ جو به ميمبر رهيو. هي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ۾ ڪجهه عرصو انسائيڪلوپيڊيا شعبي جو انچارج به رهيو. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ وزيٽنگ پروفيسر طور به پڙهايائين.

سندس تحقيقي مقالن جو ڪتاب ’مقالات سرفراز‘ علامه غلام مصطفىٰ قاسمي چيئر 2011ع ۾ ڇپايو آهي، جڏهن ته سنڌي ادبي بورڊ وٽ سندس ڪتاب **’سما دور جي تاريخ‘** قلمي صورت ۾ اشاعت جو منتظر آهي.

ڊاڪٽر سرفراز پٺيءَ، 15 جون 2010ع تي وفات ڪئي ۽ واديءِ حسين قبرستان، ڪراچيءَ ۾ دفن آهي.

**سرفراز راڄڙ**: (ڏسو: راڄڙ، سرفراز، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد ڇهون)

**سرفراز ڪلهوڙو**: ميان محمد سرفراز ڪلهوڙو 1772ع کان 1775ع تائين سنڌ جو حڪمران رهيو. هي غلام شاهه ڪلهوڙي جو پٽ ۽ ميان نور محمد جو پوٽو هو. هن حيدرآباد جي پڪي قلعي ۾ تخت ۽ تاج سنڀاليو. حڪومت سنڀالڻ کان ٻه مهينا پوءِ احمد شاهه ابدالي فوت ٿيو. ان وقت افغانستان ۾ نئون بادشاهه تيمور بڻيو. سنڌ جي سفارت افغانستان پهتي، جتي کين وڏي عزت ملي. تيمور بادشاهه ميان سرفراز لاءِ ’خدايار خان‘ جو خطاب تجويز ڪيو. فبروري 1773ع ۾ کيس ديري غازي خان جو انتظام سنڀالڻ جو پروانو مليو. ميان صاحب هن علائقي ۾ ديوان گلراج کي ناظم مقرر ڪيو ۽ ان کي حڪم مليو ته بهاولپور ۾ ٿيندڙ واقعن جي نظرداري ڪري. ميان غلام شاهه جي دور وانگر ميان سرفراز پڻ قلات جي والي محمد نصير خان سان سٺا تعلقات قائم رکيا. ٻنهي حاڪمن ۾ مارچ 1773ع ۾ دوستيءَ جي پرواني تي دستخط ٿيا. ديري غازي خان کان واپس اچڻ تي ميان سرفراز ڏيڍ سال حيدرآباد جي گاديءَ واري شهر ۾ گذاريو. پوءِ وانگر هن به ڪڇ تي ڪاهون ڪيون. تاريخ ۾ ٻن حملن جو ذڪر ملي ٿو، پر حقيقت ۾ هڪ حملو ٿيو. جنهن ۾ سنڌ جي حاڪم کي سوڀ ٿي. هي حملو آڪٽوبر 1774ع ۾ ٿيو. جيمس برنس ’سنڌ جي دربار‘ ۾ سنڌ جي حاڪمن ۽ ڪڇ جي راجائن جي لاڳاپن تي مناسب روشني وڌي آهي. ڊسمبر 1774ع ۾ ميان سرفراز ڪڇ ۽ ننگرپارڪر کان ٿيندو وطن واپس آيو. ان دور ۾ سندس حڪم تي هالا شهر پرسان ’خداآباد‘ (نئون) شهر تعمير ٿي چڪو هو. هن حيدرآباد اچڻ بجاءِ ’خداآباد‘ ۾ اچي قيام ڪيو ۽ ان کي تختگاهه بڻايو. اٺ مهينا اطمينان سان گذريا ته حالتن ۾ تبديلي اچڻ شروع ٿي. ٽالپر اميرن ۽ ميان سرفراز ۾ راڄو ليکي نفاق ڦهلائڻ ۾ راڄو ليکيءَ کي ذميوار سمجهيو وڃي ٿو. آگسٽ 1775ع ۾ خداآباد ۾ ميان سرفراز، مير بهرام ۽ سندس پٽ مير صوبدار کي قتل ڪرائي ڇڏيو. ٻنهي جون مزارون هن شهر ۾ آهن. مير بهرام جو ٻيو پٽ مير بجار ان وقت حج تي ويل هو. ان ڪري سندس حياتي بچي وئي. ٽالپرن لشڪر گڏ ڪري بغاوت ڪئي. ميان سرفراز خداآباد ڇڏي اچي حيدرآباد پهتو، جتي هن

کي نظربند ڪيو ويو. تنهن کان پوءِ ٽالپرن ميان سرفراز جي پاءُ ميان محمود خان کي سنڌ جو نئون حڪمران بنايو.

عام طرح ميان محمد سرفراز کي ناڪام حڪمران سڏيو ويندو آهي پر ان کي بدنصيب حاڪم سڏجي ته مناسب ٿيندو. امن جي دور ۾ هن حاڪم حيدرآباد جي پرسان سرفراز واهه کوٽائي زراعت ۽ پوکي راهيءَ جي واڌاري لاءِ اُپاءَ ورتا. 'سرفراز واهه' اڄ به موجود آهي. هن سنڌ ۾ امن امان قائم ڪيو ۽ سندس دور ۾ ڪو به غير ملڪي حملو نه ٿيو.



ميان غلام شاهه جي دور ۾ ايست انڊيا ڪمپني سنڌ ۾ وڻج واپار شروع ڪيو هو. پر ٽالپرن ۽ ڪلهوڙن ۾ دنگل شروع ٿيڻ سان انگريز سنڌ مان پنهنجو ڪاروبار ختم ڪري هليا ويا. ميان سرفراز قيد جي حالت ۾ سوز ۽ ڏک مان هڪ مدح چئي، جنهن کي قدامت جي لحاظ کان سنڌي ادب ۾ وڏي اهميت حاصل آهي. ان ڪانسواءِ فني پختگي، فڪري گهرائي، درد، سوز ۽ اندروني قافين جي خوبصورتيءَ جي ڪري به هيءَ مدح سنڌي ادب ۾ شاهڪار جي صورت رکي ٿي.

نموني طور مدح جون ابتدائي سٽون ڏجن ٿيون:

آهيان ڏڌ، غمن گڌ، سچا سڌ، سٽج تون،
پسي پاڻ، ڪرم ساڻ، ڏکيا ڏاڻ، ڏئين مون:
يلا جام، هن غلام، سندو سوال، سٽج تون!
چارئي يار، جيءَ جيار، ڪندا واهر، وري مون،
بيڪار، سندي سار، سگهي شال، لڌائون:
يلا جام، هن غلام، سندو سوال، سٽج تون!

ميان سرفراز فارسي زبان جو اعليٰ درجي جو شاعر ٿي گذريو آهي. مشهور محقق ڊاڪٽر خضر نوشاهيءَ سندس فارسي ڪلام 'ڪليات سرفراز' جي نالي سان مرتب ڪيو آهي، جيڪو ڪراچيءَ مان 1996ع ۾ ڇپجي چڪو آهي. ميان سرفراز جي قيد ٿيڻ سان ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن ۾ نفاق پوڻ جي ڪري 'ڪلهوڙا حڪومت' پنهنجي منطقي انجام طرف وڌڻ لڳي. سرفراز کان پوءِ ڪجهه وقت سندس ننڍو ڀاءُ ميان محمود خان حڪمران بڻيو. جنهن کان پوءِ مئي 1776ع ۾ ميان غلام نبي خان ڪلهوڙو سنڌ جو حاڪم مقرر ٿيو. غلام نبي ۽ عبدالنبي سڳا ڀائر هئا. ان ريت ميان غلام نبيءَ حيدرآباد جي قلعي جي واڳ عبدالنبي ڪلهوڙي کي ڏني. سندس حڪم سان ميان عطر خان، محمود خان کي حيدرآباد جي قلعي ۾ ميان سرفراز ۽ سندس پٽ مير محمد سان گڏ نظربند ڪيو ويو. مهينو يا تاريخ معلوم نه ٿي سگهي آهي. البت ميان غلام نبي ڪلهوڙو جنگ جي ميدان تي 1776ع ۾ فوت ٿي ويو. هيءَ جنگ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن ۾ لانياريءَ (ضلعي سانگهڙ) جي ميدان تي ٿي هئي. ان خطرناڪ دور ۾ نظربند شهزادا: ميان عطر خان، محمود خان، ميان سرفراز ۽ مير محمد ڪلهوڙو پڻ حيدرآباد جي قلعي ۾ قتل ڪيا ويا. سيني جا مدفن گاهه حيدرآباد شهر ۾ موجود آهن.

ميان سرفراز جو مقبرو شهر جي وچ ۾ اڃي ويو آهي، پر واري رستي کي 'سرفراز جي چاڙهي' سڏيو وڃي ٿو. ساڳئي سال (1776ع) هنن چئني شهزادن کان سواءِ ميان غلام نبي ڪلهوڙو به مارجي ويو. ان ڪري ڪنهن شاعر 'پنج ڪم از **گل باغ عباسي**' مان 1191هه (1776ع)، واقعي جي ماده تاريخ ڪڍي آهي:

'پنج ڪم' از گل باغ عباسي: 1191-5-1196.

**سرفراز وسطڙو:** نوجوان صحافي ۽ ليکڪ سرفراز وسطڙي، 18 فبروريءَ 1971ع تي نوشهري فيروز ضلعي جي ڳوٺ مڇر ۾ عبدالحميد وسطڙي جي گهر ۾ جنم ورتو. 1981ع ۾ ڳوٺ جي پرائمري



اسڪول مان تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ نوشهري فيروز گورنمينٽ هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ ڪيائين. ڊگري ڪاليج نوشهري فيروز مان انٽر ڪرڻ کانپوءِ گريجوئيشن ۽ پوسٽ گريجوئيشن سوشالاجيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ڪيائين. 1994ع ۾ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو مرڪزي آرگنائيزر ۽ ترجمان ٿيو.

صحافت جي شروعات به ساڳئي سال 1994ع کان روزاني 'سنڌو' ۾ اسٽاف رپورٽر طور ڪيائين. گذريل 14 سالن کان روزاني 'عبرت' ۾ اسٽاف رپورٽر طور ڪم ڪري رهيو آهي سندس مختلف اخبارن ۽ عبرت مئگزن ۾ ڪيترا مضمون، فيچر ۽ اسٽوريون ڇپيون آهن. هن پوليو خلاف جاڳرتا مهم، منڇر ڍنڍ جي مسئلن، سنڌ يونيورسٽيءَ، مهراڻ يونيورسٽي، لياقت ميڊيڪل اينڊ هيلٿ سائنسز يونيورسٽي، سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊو ڄام، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري، سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ڄامشوري، بيورو آف ڪريڪيولم ۽ ايڪسٽينشن ونگ ڄامشوري ۽ ڪيڊٽ ڪاليج پيٽاري جي خاص موقعن تي روزاني عبرت جا خاص شمارا ترتيب ڏنا اٿس. ايڊز بابت

فيچر تي ڪيس صحت کاتي طرفان اوارڊ (4-2003ع)، پرنٽ ميڊيا لاءِ ثقافت کاتي پاران لطيف اوارڊ (2006ع) مليا. هو حيدرآباد پريس ڪلب جي گورننگ باڊيءَ ۾ 2006-2007ع ۾ ميمبر ۽ سنڌ صحافي سنگت جو 2006ع ۾ مرڪزي صدر رهيو. ان دوران حيدرآباد ۾ صحافين جو وڏو ڪنوينشن ڪوٺايائين.

هن بينظير ڀٽو شهيد جي انٽرويو ڪرڻ لاءِ 2007ع ۾ دبئيءَ جو دورو به ڪيو. هن اسلام آباد، لاهور، فيصل آباد ۽ پشاور ۾ غير سرڪاري تنظيمن: آءِ يو سي. اين، شرڪت گاهه ۽ پي. پي. ايف جي سيمينارن، ورڪشاپن ۽ ڪانفرنسن ۾ پڻ شرڪت ڪئي آهي. هن وقت روزاني عبرت سان لاڳاپيل آهي.

**سرڦوڪو:** هيءَ هڪ خودرو ٻوٽو آهي، جيڪو ميٽر ڪن ڊگهو ٿيندو آهي. هن ٻوٽي جا پن هڪ ٻئي جي آمهون سامهون هوندا آهن ۽ گل ڳاڙها، واڱڻائي رنگ تي ٿيندا آهن. هن ۾ ٻج واريون ڦريون ٿينديون آهن، جيڪي ننڍيون، چپٽيون ۽ ڪجهه قدر مڙيل ٿين. سرڦوڪا، سنسڪرت ٻوليءَ جو لفظ آهي. سر جي معنيٰ تير ۽ ڦوڪو معنيٰ زهر، يعني تير جو زهر. هي ٻوٽو سنڌ ۾ جبلن جي لاهين ۽ ريگستان وارن علائقن ۾ پڻ پيدا ٿئي ٿو. هندستان ۽ برما ۾ گهڻو پيدا ٿئي ٿو. حڪيم هن ٻوٽي جو ڪيترين ئي بيمارين جي علاج لاءِ دوائن ۾ استعمال ڪن ٿا. هن ٻوٽي جي پنن توڙي ٻج مان ٺهندڙ دوائون رت جي خرابي، آتشڪ، جذام، خارش، ڦٽ ڦرڙين، ورم ۽ ٻين ڪيترين بيمارين ۾ ڪارايون وڃن ٿيون. حڪيم نجم الغني مطابق ته مشهور حڪيم اعظم خان جو معمول هو ته جنهن ڪي ڪشته جات مان نقصان ٿيندو هو ته ان کي سرڦوڪ گهوٽي پياريندو هو.

**سرڪاپائتي (ڪتاب):** شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ٻه سئو سٺيتاليهين عرس جي موقعي تي، سال 1991ع ۾ سرڪاپائتيءَ بابت پڙهيل مقالن جو هي ڪتاب، ناليواري ڪهاڻيڪار حميد سنڌيءَ ترتيب ڏنو آهي. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر نواز علي شوق، ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر، محمد عمر معمور يوسفاڻي، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، پريتم پياسي، ابوبڪر شيخ، جوٽرام ولهيت، ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو، ڊاڪٽر شمس سومرو، ڊاڪٽر بشير احمد شاد، سيد بچل شاهه بخاري، ملڪ نديم، سليم ميمڻ ۽ محمد حسين ڪاشف جا مقالا شامل آهن.




ڊيمي سائيز جي 184 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب عبدالحميد آخوند، سيڪريٽري ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ۽ سيڪريٽري ثقافت ۽ سياحت حڪومت سنڌ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 50 روپيا آهي.

**سرڪش سنڌي:** سنڌ جي ناليواري مزاحمتي شاعر سرڪش سنڌيءَ جو اصل نالو عبدالمجيد ولد مولوي عبدالله چانڊيو هو. سندس جنم پهرين آڪٽوبر 1940ع تي ڳوٺ پلي پوٺا (سيتا وليج)، ضلعي دادوءَ ۾ ٿيو. سندس والد سنڌ جو ناليوارو جيد عالم ٿي گذريو آهي، جنهن جا ڪيترائي شاگرد نامور ديني عالمن ۾ شمار ٿين ٿا، جن ۾ علامه غلام مصطفيٰ قاسمي، مولانا عبدالڪريم قريشي (بيروارو)، مولانا شاهه محمد امروٽي، مولانا علي محمد حقاني وغيره قابل ذڪر آهن.



سرڪش سنڌيءَ جو والد اصل ڊکڻ لڳ ڳوٺ ملان چانڊيي (هاٽوڪي جواب پور چانڊيي)، ضلعي شڪارپور جو رهاڪو هو. جتي اڄ به سندس ڳوٺ آباد آهي. سرڪش سنڌي فارسي، عربي ۽ ديني تعليم پنهنجي والد بزرگوار کان حاصل ڪئي. ان کانپوءِ 1954ع کان 1971ع تائين واري عرصي ۾ هن فائنل، مئٽرڪ، بي. اي ۽ بي. ايڊ جا امتحان پاس ڪيا.

سرڪش سنڌي 27 ڊسمبر 1961ع تي تعليم کاتي ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. جنهن دوران 13 سال پرائمري استاد ۽ تيرهن سال هاءِ اسڪول جي استاد طور گورنمينٽ هاءِ اسڪول رتيديري ۽ گورنمينٽ پائليٽ سيڪنڊري اسڪول لاڙڪاڻي ۾ پنهنجون خدمتون سرانجام ڏنائين ۽ 1987ع ۾ رٽائر ٿيو.

سرڪش سنڌيءَ شاعريءَ جي شروعات 1954ع کان ڪئي، هن پهريان 'مجبور وارهي' پوءِ 'پاور سعد واهي' ۽ آخر ۾ 'سرڪش' تخلص رکي ادبي ميدان ۾ پير پاتو. سندس شاعريءَ جو اهم پهلو مزاحمتي ادب آهي، جنهن ڪيس سنڌ توڙي هند جي سنڌي ماڻهن جي دلين ۾ وڏي عزت ۽ مڃتا ڏني. سرڪش سنڌي هڪ شفيق استاد، ترقي پسند شاعر ۽ قومي ڪارڪن پڻ هو. سرڪش سنڌ جو اهو مزاحمتي شاعر آهي، جنهن جي هر سٽ ۾ سنڌ ۽ سنڌين سان ٿيندڙ ڏاڍاين خلاف آواز بلند ٿيل آهي. هن پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪڏهن به اصولن تي سوديبازي نه ڪئي، هو سنڌي روايتي سونهن، محبت، انسانيت ۽ جبر خلاف مزاحمت جو شاعر هو. هن سنڌ جي حالتن کي ڏسندي نه صرف ان دردن درمانن جي اظهار لاءِ شاعريءَ کي پنهنجي اظهار جو ذريعو بڻايو، پر عملي سياسي جدوجهد ۾ به سرواڻيءَ وارو ڪردار ادا ڪيو.

سرڪش انقلابي ۽ عملي ماڻهو هو، سندس چوڻ ۽ ڪرڻ ۾ ڪوبه تفاوت نه هوندو هو. هو سدائين ۽ هر هنڌ سچ چوندو هو. سرڪش پنهنجي سموري حياتي جي. ايم سيد جي فڪر سان واڳيل رهيو. هو آخر تائين جيئي سنڌ قومي محاذ سان سلهاڙيل رهيو. ان دوران جيئي سنڌ قومي محاذ جي ڪلچرل ونگ جو ڪيترو ئي وقت مرڪزي چيئرمين ۽ جئمسٽ ڪائونسل جو ميمبر پڻ رهيو.

سرڪش سنڌي، سنڌي ادبي سنگت شاخ لاڙڪاڻي جو بنيادي ميمبر ۽ سيڪريٽري پڻ رهيو. 2006ع ۾ سنڌي ادبي سنگت جي مرڪزي اليڪشن ۾ سيڪريٽري جنرل جي عهدي لاءِ ڊاڪٽر ذوالفقار سيال سان چونڊ وڙهيو، پر ڪامياب نہ ٿي سگهيو. جنهن بعد ادبي سنگت جي ميمبرشپ تان استعيفا ڏنائين.

سرڪش سنڌي ڪيترن ئي ڪتابن جا مهاڳ، بئڪ ٽائيٽل وغيره پڻ لکيا. هن شروع ۾ ڪجهه ڪهاڻيون پڻ لکيون، جيڪي نہ ماهي 'مهراڻ' ۾ شايع ٿيون. سندس ناول 'ڌرتي، دل، ڌرم' قسطوار روزاني 'سوڀ' ۾ شايع ٿيو. ناميارو شاعر زخمي چانڊيو سندس ماروٽ هو.

سرڪش سنڌي ڪيترائي دفعا جيل پڻ ويو. 1988ع ڌاري قتل جي ڪوڙي ڪيس ۾ ڪيترو وقت جيل ۾ رهيو. آگسٽ 2000ع ۾ سنڌي ادبي سنگت لاڙڪاڻي جي پليٽ فارم تان پنهنجي سيڪريٽري شپ واري دور ۾ دوستن ۽ اديبن سان گڏجي ڪالاباغ ڊيم جو علامتي جنازو ڪڍيائين، جنهن دوران پوليس جي پرتشدد ڪارروائيءَ جي نتيجي ۾ لاڙڪاڻي جي ٻين اديبن سان جيل پڻ ويو. ان ڪانسواءِ مزاحمتي شاعري پڙهڻ تي وقت بوقت مٿس ڪيترائي ڪيس پڻ داخل ٿيا. سرڪش سنڌيءَ پنهنجي سموري عمر خودداريءَ ۾ گذاري، سموري عمر شهر ۾ سائيڪل تي گهميو.

سندس زندگيءَ جي آخري عرصي ۾ امر سنڌو ۽ جامي چانڊيئي مٿس ڪيس داخل ڪرايو، جنهن سبب ڪيتروئي وقت روپوشيءَ ۾ گذاريائين. هيءَ نامور اديبن جي سخت تنقيد جو نشانو بڻيو، جنهن جي موٽ ۾ 'سچ ٿا مرد چون' ڪتاب لکي پاڻ تي لڳل الزامن کان آجو ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪيائين. سرڪش سنڌي ڪجهه سماجي اڳواڻن پاران مٿس ڪيل ڪيس کي سپريم ڪورٽ ۾ چئلينج ڪيو، جيڪو ڪيس بعد ۾ ڪورٽ جي حڪم تي 'سي ڪلاس' ۾ خارج ڪيو ويو.

سرڪش سنڌيءَ جي شاعري ڪيترن ئي فنڪارن ڳائي خوب داد حاصل ڪيو، جن ۾ استاد گلزار علي خان جي آواز ۾ ڳايل 'زبان رت سان ڀري پئي آ'، 'اي دلي آرزو غير جو هر ستم'، سرمد سنڌيءَ جي آواز ۾ ڳايل 'ٻي کهڙي ڌرتيءَ ڏي وڃجي'، 'هن ڌرتي، ڌرتيءَ وارن جي پٽ پارت ٿئي'، شمن علي ميراليءَ جي آواز ۾ ڳايل 'راس آئي نہ هڪڙي گهڙي تو سوا'، احمد مغل جي آواز ۾ ڳايل 'ڪاوڙ ڇڏ تون ڪاوڙ ڇڏ هيءَ ڪاوڙ تنهنجي ماريندي' بيحد مقبول ٿيا. ان ڪانسواءِ سچڻ سنڌي، عاشق نظاماڻي، فقير مظفر علي دايي، ديدار حسين سمي، اسلم تنئي، بادل راهي ۽ ٻين فنڪارن توڙي فنڪارائن سندس شاعري ڳائي آهي.

سرڪش سنڌي 2000ع بعد ڪينسر جي موذي مرض ۾ مبتلا رهيو ۽ زندگيءَ جا 12 سال ان مرض سان جهيڙيندو رهيو. ايتري قدر جو آخري گهڙين ۾ سندس ڪاهي جنگهہ ضايع ٿي وئي، ان دوران سنڌ ثقافت کاتي طرفان سندس مالي سهائتا پڻ ڪئي وئي. ڪيس هڪ پٽ عبدالسلام ۽ ٻن ڌيئرن افروز ۽ رضيہ 'ناياب سرڪش' جو اولاد آهي.

سرڪش سنڌيءَ جي شايع ٿيل ڪتابن ۾ (1) درد دل (1984ع)، (2) امن آب حيات (1987ع)، (3)، پيار ۽ آزادي (1990ع)، (4) سنڌو ڳائي ٿي (2000ع)، (5) سمنڊ، ڇوليون ۽ ٽهڪ (2003ع)، (6) جوڻيون جيءَ جهان جون (آتم ڪٿا، ٻہ جلد: 2007-2009ع)، (7) سچ ٿا مرد چون (نثر، 2009ع) ۽ (10) زندگيءَ جي گونج (شاعري، 2010ع) شايع ٿيل آهن. جڏهن تہ 'ٻانهن وراڪا' (غزل)، 'پريم پاشا' (غزل)، 'ڌرتي، دل، ڌرم' (ناول)، 'اڪيون اوطاقون'، (نظم) ۽ 'ساٿيهہ جي سنگ' (گيت) اڻ ڇپيل صورت ۾ پونيرن وٽ موجود آهن.

سرڪش سنڌيءَ کي ڪيترا اوارڊ پڻ مليا، جن ۾ 'مهراڻ آرٽس ائنڊ ويلفيئر سوسائٽي، نوابشاهہ' طرفان 'بهترين شاعر اوارڊ' (1997ع)، 'چانڊڪا آرٽ سنڌ ڪلچرل گروپ' طرفان 'بهترين شاعر جو اوارڊ' (1999ع)، 'سچل سرمست يادگار ڪاميٽي خيرپور' طرفان 'سچل اوارڊ' (2001ع)، 'پيرل قنبر سنگت، شهدادڪوٽ' طرفان 'بهترين شاعر جو اوارڊ' (2002ع)، ڪلهوڙا عباسي تنظيم پاران 'لائيف ٽائيم اچيومينٽ اوارڊ' (2013ع) قابل ذڪر آهن.

هن 05 مارچ 2012ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهہ لاڙڪاڻي شهر ۾ آهي.

سندس نالي پٺيان 'سرڪش يادگار ڪاميٽي' قائم ڪئي وئي آهي، جنهن جا سربراهہ سندس ڌيءَ ناياب سرڪش ۽ خالد چانڊيو آهن.

سرڪش سنڌيءَ وفات تي لکيل تاثرات ۽ مضمونن تي مشتمل هڪ ڪتاب 'جا چوان تہ جا هيو' نالي سان سندس پهرين ورسي، 20 مارچ 2013ع تي ڇپجي پڌرو ٿيو، جنهن ۾ سندس شاعريءَ جو ڪتاب 'ٻانهن وراڪا' پڻ شامل آهي. هيءَ ڪتاب ناياب سرڪش ۽ ساجد چانڊيي سهيڙيو آهي.

**سرڪو**: ڪٽي پاڻيءَ وانگر ٿيندو آهي، جيڪو ڊاک ۽ ٻين ميون جي رس مان چڪائي ڪڍندا آهن. صفرا جي جوش، يرقان، التين ۽ صفراوي پتن لاءِ مفيد آهي، گلاب جي پاڻيءَ ۾ گڏي گرڙيون ڪرائڻ سان وات




جي پچڻ، وات جي بدبو ۽ خناق جي ڳوڙهن لاءِ فائديمند آهي، بک کي وڌائي ٿو. معدي مان ڪيڙا ماري ٻاهر ڪڍي ٿو. هاضمو ڪرڻ سان گڏ ڪچي بلغم ۽ غليظ خلقن جو نيڪال ڪري ٿو. خشڪي پيدا ڪري ٿو. جلد سرايت ڪندڙ ۽ سور وڃائيندڙ آهي. سُرڪو جيڪو ميون جي رس يا دوائن جي جوشاندي کي ڪجهہ وقت لاءِ رکي، ان ۾ خمير پيدا ڪري کٽو رس پيدا ڪري تيار ڪيو وڃي ٿو.

**سرڪي** (ذات): پنجاب ۾ رهندڙ سرڪي پاڻ کي بلوچ سڏائين ٿا. سرڪي راڻوڙ سمن، راجپوتن ۽ شورا قبيلي جي پسايو شاخ مان هڪ ذات آهي. ٺٽي، خيرپور ميرس ۽ سيوهڻ ۾ رهندڙ سرڪي پنهنجي ذات يا شجري بابت نٿا ٻڌائين. هڪ ٻئي حوالي موجب راڻوڙ قوم مان خليفو جرڪس جي اولاد پاڻ کي ڪونڙيا ۽ ايسرجي اولاد پاڻ سرڪي سڏايو.

ڪتاب 'وطن مين آباد قومين ذاتين' (ص: 174) موجب سرڪي، راڄڻ پور، پشاور، ڪوئيٽا، ٿل، خانپور ۽ علي آباد ۾ رهن ٿا. راڄڻ پور جي ڀرسان سرڪي نالي سان هڪ وڏو ڳوٺ آهي. هن ڳوٺ جا سرڪي ڀڳل هڏن کي ڳنڍڻ جو ڪم ڪن ٿا. سرڪي قبيلي جو سردار گهرجيڪب آباد ۾ ڊاڪٽر سهراب سرڪي آهي. سيوهڻ ڀرسان باغ يوسف ڳوٺ ۾ پڻ سرڪي قبيلي جا ماڻهو رهن ٿا.

هن قبيلي جا خاص پاڙا هن ريت آهن: آدماڻي، آڏتاڻي، باگاڻي، پنجابي، حبيباڻي، حسناڻي، سنڌي فوزاڻي، ميواڻي ۽ هوتواڻي شامل آهن. سنڌي ادب ۾ نورالدين سرڪي مشهور اديب ٿي گذريو آهي.

**سرڪي، نور الدين**: نامور قانوندان ۽ ترقي پسند اديب نورالدين ولد ڪمال الدين سرڪي، 5 مارچ 1927ع تي شڪارپور ۾ جنم ورتو. شروعاتي تعليم اتي ئي حاصل ڪيائين، مئٽرڪ 1945ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور مان، انٽرسائنس 1947ع ۾ سي ايند ايس ڪاليج شڪارپور، ايم. اي 1955ع ۾، ايس. اي آرٽس ڪاليج ڪراچي ۽ ايل. ايل. بي، ايس. ايم لا ڪاليج ڪراچي مان 1955ع ۾ ڪيائين. نورالدين 1948ع ۾ انجنيئرنگ پڙهندو هو، پر ملڪ اندر سياسي ۽ سماجي تبديلين سبب ۽ ڪجهه ترقي پسند سياسي ۽ ادبي جماعتن ۾ سرگرم ٿيڻ سبب انجنيئرنگ جو ڪورس اڌ ۾ ڇڏي ڏنائين. انجنيئرنگ ڇڏي واپس شڪارپور موٽي وڃڻ بعد بي. اي ڪرڻ سان گڏ نيو ايرا هاءِ اسڪول ۾ 1951ع کان 1953ع تائين ماستري به ڪيائين. ان کانپوءِ ڪراچيءَ ۾ 1954ع کان 1967ع تائين اسلاميه آرٽس ڪاليج ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار ۽ اسسٽنٽ پروفيسر پڻ ٿي رهيو. سندس والد ڪلرڪ هو، جنهن انگريزن خلاف جدوجهد سبب نوڪري ڇڏي ڏني هئي. هن به پيءُ جي نقش قدم تي هلندي اصولن واري سياست ڪئي.



ابتدا ۾ شڪارپور جي جماڻي هال ۽ ڪرشنا لئبرريءَ وڃي مطالعو ڪندو هو جتي هندستان جا رسالا ۽ اخبارون به اينديون هيون. انهن مان بولچند راجپال جو ماهوار سنڌو رسالو ۽ هيوجيئمل پرسرام جو 'روح رهاڻ' رسالو وڏي شوق سان پڙهندو هو. انهيءَ وقت نورالدين سرڪي، مسلم ليگي خيالن جو هو ۽ مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو سرگرم ڪارڪن رهيو. 1945ع کان 1947ع تائين ان جو پهرين جوائنٽ سيڪريٽري، پوءِ سيڪريٽري ٿيو. دوستن سان لهه وچڙهه ۽ مطالعي جي ڪري اڳتي هلي سندس خيالن ۾ تبديلي آئي ۽ هيءُ 1948ع ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو ميمبر ٿيو. انهيءَ دور ۾ سندس واسطو 'انجمن ترقي پسند مصنفين' سان ٿيو جڏهن 1950ع ڌاري سنڌي ادبي سنگت کي ٻيهر سرگرم ڪرڻ جو فيصلو ٿيو ته سرڪيءَ انهيءَ ۾ حصو ورتو ۽ سنگت سان لاڳاپيل رهيو. 1950ع ۾ ترقي پسند ساٿين جي صلاح ۽ سهڪار سان سرڪيءَ هفتيوار 'صداقت' اخبار جاري ڪئي، جنهن جو پاڻ نگران رهيو. قادر بخش نظاماڻي ايڊيٽر ۽ رسول بخش پليجو سندس ٻانهن ٻيلي طور ڪم ڪندا هئا. 'صداقت' اخبار سنڌ ۾ سياسي شعور ۽ ترقي پسند ادب کي هٿي وٺرائي، جنهن کي اڳتي هلي سنڌي ادبي سنگت وڌيڪ جلا بخشي.

نورالدين سرڪي 73-1972ع ڌاري نعپ (نيشنل عوامي پارٽيءَ) جو ميمبر ٿيو. ان ڪانسواءِ هن جا معراج محمد خان سان به سٺا تعلقات رهيا ۽ ڪجهه وقت ان سان به گڏجي ڪم ڪيائين.

سياسي سرگرمين سان گڏ سرڪي صاحب ادبي سرگرمين ۾ پڻ ڀرپور حصو ورتو. هن شاعري ڪئي، ادبي مضمون لکيا ۽ ترجما پڻ ڪيا. 1957ع ۾ سندس شادي ٿي. سندس گهرواري بيگم شمس به سٺي ليکڪا ۽ مترجم رهي آهي.

1957ع ڌاري سرڪيءَ ٽالسٽاءِ جي ڪتاب 'What then We Must Do' جو سنڌي ترجمو 'نيٺ ڇا ڪجي؟' نالي سان ڪيو، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ ڇپرايو. ان ڪانسواءِ سندس ڪتابن ۾ شاهه لطيف جي شعرن جو انتخاب 'جي تو بيت ڀانيان' (1999ع)، هند جي سنڌي اديبن ۽ دوستن جي چونڊ خطن جو ڪتاب 'ڪي وسرن نه مور' (2001ع) ۽ شاهه جي بيتن تي مشتمل ڪتاب 'ڀهاڪا- روشنيءَ جا ڏيئا' ڇپيل آهن.

نورالدين سرڪي آخري عمر ۾ بيمار رهيو ۽ 26 سيپٽمبر 2007ع تي ڪراچي ۾ وفات ڪري ويو.

**سرڪنڊ**: سرڪنڊ، صندل جو هڪ قسم آهي. هي هيڊي رنگ جي خوشبودار ڪاٺي آهي، جيڪا دل ۽ دماغ کي تسڪين ڏئي ٿي. حڪيمن چواڻي سرڪنڊ، گلاب جي پاڻيءَ ۾ گهوٽي پيارڻ سان صفراوي ۽ گرم تپن، اٽين ۽ دستن کي روڪي ٿو. خفقان، ماليخوليا ۽ قلب جي گرمي لاءِ مفيد آهي. ان کان سواءِ اکين جي بيمارين ۾ به ڪارائتو آهي.

**سرگس**: سرگس شاديءَ جي هڪ رسم آهي، جنهن ۾ گهوٽ کي گهوڙي تي سوار ڪري يا ڪار ۾ ويهاري گشت ڪرائبو آهي. سرگس جي رسم نڪاح کانپوءِ ڪئي ويندي آهي، پر ڪٿي نڪاح کان اڳ به سرگس ڪيبو آهي. سرگس ۾ اڳيان دهلاري دهل ۽ شرنائيون وڄائيندا هلندا آهن ۽ پويان گهوٽ گهوڙي تي سوار هوندو آهي، جنهن سان هڪ ننڍڙو ٻار به همسوار هوندو آهي، اهو هڪ سنوڻ آهي ته جيئن الله پاڪ کيس پٽ وارو ڪري. گهوڙي جون واڳون چاچو، مامو يا ٻيو ڪو عزيز يا دوست جهلي هلندو آهي، جاڃي گهوٽ سان گڏ سرگس لاءِ اهڙو رستو وٺندا آهن، جيڪو ڪنهن مسجد وٽان گذرندو هجي. سرگس دوران

گهوٽ جا مائٽ، دوست، چاچا ۽ ماما گهوٽ جي مٿان نوٽ گهوري مگڻهارن ۽ نچندڙن کي ڏيندا آهن ۽ پتاشا يا ڪارڪون گهوري چاچين/ خاص ڪري ٻارن مٿان اڇلائيندا آهن. جڏهن سرگس مسجد جي در وٽ پهچندو آهي، ته گهوٽ مسجد ۾ اندر وڃي، شڪراني طور ٻه رڪعتون نفل نماز ادا ڪندو آهي. ڪي گهوٽ قرآن پاڪ مان تلاوت ڪندا آهن. ان ڪانپوءِ دعا گهري ويندي آهي ۽ وري ساڳئيءَ ريت سرگس اچي ڪنوار جي درتي پهچندو آهي، گهوٽ کي ڪنواريتن ڏي اماڻي چاچي موٽي اچي چني ۾ ويهندا آهن.

هر علائقي ۾ سرگس ڪرائڻ جي رسم الڳ طرح سان هوندي آهي. شهرن ۾ وري گهوٽ کي ڪار يا بگيءَ ۾ ويهاري سرگس ڪرائيندا آهن. ڪٿي ڪٿي سرگس ۾ عورتون به شامل هونديون آهن. گهوٽ جي ماءُ گهوٽ جي مٿان ڪچا چانور، ڪارڪون، مصري ۽ پتاشا وغيره گهوريندي هلندي آهي ۽ عورتون ڳيچ ڳائينديون هلنديون آهن. سرگس مڪمل ٿيڻ ڪانپوءِ ڪنوار جي در وٽ گهوٽ کي سندس ماءُ يا ڀيڻ پلئه ڏئي اندر وٺي ويندي آهي. ڪٿي وري گهوٽ ٻه نفل شڪراني جي نماز ڪنوار جي اڳيان پڙهندا آهن. سرگس ۾ مگڻهار جي هٿ ۾ ٿالهي هوندي آهي، جنهن ۾ چانور پيل هوندا آهن، جاچي ان ٿالهيءَ ۾ گهور وجهندا ويندا آهن. اهري طرح سرگس جڏهن ڪنواريتي گهر وٽ پهچندو آهي ته عورتون وڌي اچي در وٽ گهوٽ جو استقبال ڪنديون آهن ۽ سهرا ڳائي گهوٽ کي اندر وٺي وينديون آهن.

ٿرپارڪر ۾ جتي روڊ جي سهولت موجود نه آهي، اتي گهوٽ کي اٺ تي سرگس ڪرائيندا آهن. سرگس جي رسم سنڌ جي هندن توڙي مسلمانن ۾ عام آهي.

**سرگير** (Strangles): سرگير، گهوڙن کي ٿيندڙ خطرناڪ قسم جي وچڙندڙ بيماري آهي، جنهن جي وقت سر تشخيص نه ٿيڻ ڪري گهوڙن جي موت جو باعث ٿي سگهي ٿي. هيءَ بيماري هڪ قسم جي بيڪٽيريا اسٽريپٽو ڪوڪس ايڪوئي (Streptococcus equi) جي ڪري ٿئي ٿي. جيڪا گهوڙن جي لمف نوڊس (lymph nodes) کي متاثر ڪري ٿي ۽ صحتمند گهوڙن، ڪاڏي، پاڙيءَ، اوزارن يا ماڻهن جي پوشاڪن ۽ هٿن تائين سڌو پهچي سگهي ٿي. هيءَ بيماري گهوڙن ۾ ساهه کڻڻ رستي انهن جي جسم تائين پهچي سگهي ٿي پر ائين گهٽ ٿئي ٿو. متاثر گهوڙي ۽ ماحول ۾ جڏهن موافق حالتون موجود هجن، هڪ ڊگهي عرصي تائين هيءَ بيماري هلي سگهي ٿي.

ننڍيءَ عمر جا گهوڙا (1 کان 5 سالن تائين) بيمار ۽ ڪمزور جسم جي قدرتي بچاءُ/ مدافعتي سرشتي سان گهوڙن جي واڙن، ڊوڙ لاءِ استعمال ٿيندڙ گهوڙن جي طنبيلن ۾ موجود گهوڙن ۾ سرگير بيماري پکڙي سگهي ٿي. گندگي، ناقص حالتون، پيٽراسائيٽ بيماريون، طنبيلي ۾ ڪنهن نئين بيمار گهوڙي جي آمد، تڏ ۽ گِهم سبب به سرگير بيماري ٿي سگهي ٿي. سرگير پکڙجڻ سان گڏ عام طور تي اٺ لاڳاپيل وائرسي بيماري به ٿي پوي ٿي، جنهن سبب گهوڙا وڌيڪ ڪمزور ٿي پون ٿا ۽ سرگير پکڙجڻ جا امڪان وڌي وڃن ٿا. عام طور سرگير بيماري موتمار نه ٿي ٿئي، پر جيڪڏهن بيمار گهوڙي جو وقتائتو علاج نه ڪبو ته ان جا متاثر لمف نوڊ ڦاٽي پوڻ ۽ وهائڻ شروع ڪندا آهن. گنڀير حالتن ۾ ڦٽ ايترا وڏي وڏا ٿي وڃن ٿا، جو نڙگهٽ کي به گهُٽي ڇڏين ٿا، جنهنڪري گهوڙي جو ساهه گهٽجڻ لڳي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن بيڪٽيريا گهوڙي جي سڄي جسم ۾ پکڙجي وڃن ٿا، جنهنڪري سندن ڦڦڙن، آنڊن ۽ دماغ جي لمف نوڊن ۾ ڦٽ ٿي پون ٿا. اهڙي غير معمولي هنڌن تي ٿيندڙ ڦٽ جڏهن چڪي پوندا آهن ته اهي تڏهن موتمار ثابت ٿين ٿا.

سرگير متاثر گهوڙي جي سياءَ ۾ تبديلي اچي ٿي، موڳو ٿي پوي، ڪيس بک نه ٿي لڳي ۽ لمف نوڊن جي سوج سبب ڳهڻ ۾ تڪليف محسوس ڪري ٿو. ڪن لمف نوڊن جي پوڻ/ گند سِمڻ ڪري اها نڙيءَ ۾ يا هيٺين ڄاڙيءَ هيٺان وهندي رهي ٿي. اهڙي گهوڙي جو جسماني گرمي پد هڪدم وڌي وڃي ٿو ۽ ناسون وهڻ لڳن ٿيون. ڳچيءَ واري هنڌ تي سور ۽ سوج ٿي پوي ٿي ۽ کنگهڻ لڳي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن سرگير ٿيڻ جي 2 کان 6 ڏينهن ڪانپوءِ اهڙيون نشانيون ظاهر ٿيڻ شروع ٿيون، جڏهن ته ڪن گهوڙن ۾ اهي 14 ڏينهن ڪانپوءِ وڌڻ لڳن ٿيون. متاثر گهوڙي کي ٻين گهوڙن کان هڪدم الڳ ڪري جانورن جي ڊاڪٽرن سان مشورو ڪيو وڃي. جيڪو گهوڙي جي جسماني تپاس ڪرڻ ڪانپوءِ وهندڙ پوڻ گڏ ڪري ان ۾ بيڪٽريا هجڻ جي نشاندهي ڪري سگهي ٿو.

**سرڳو** (ديهه): تعلقي پني عاقل، ضلعي سکر جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن.

سرڳو، قائم سڪاڻي، چندن مياڻي، گهوٽا، وڏن چاچڙ (ريڍي) ۽ صابو چاچڙ.

**سرلا ديوي، ڊاڪٽر**: ناليواري شاعره ۽ سماجي خدمتگار ڊاڪٽر سرلا ديوي 9 اپريل 1915ع تي شڪارپور ۾ جنم ورتو. پرائمري جي تعليم شڪارپور مان حاصل ڪيائين. هن ميڊيڪل ۾ ايل. ايس. ايم. ايف جي ڊگري امرتسر مان حاصل ڪئي



۽ 1938ع ۾ رتيديري شهر جي ميونسپل اسپتال ۾ ليڊي ڊاڪٽر مقرر ٿي، جتي عام ماڻهن جي طبي خدمت ۾ وسان ڪونه گهٽايائين. هيءَ آڌي رات به حاجتمند، بيمار ماڻهن جو علاج مفت ۾ ڪرڻ لاءِ هلي ويندي هئي، سندس شخصيت ۾ عام ڀلائي ۽ انساني ڀلائي وارو گڻ نمايان هو. سندس شادي سنڌي ادب جي نامور ليکڪ ديوان امرت راءِ جئسنگهاڻي 'سام' سان ٿي. ديوان امرت

پهرين بہ پرڻيل هو ۽ هندومت جي رسم موجب ٻن شادين جي قطعي منع هئڻ باوجود هنن مذهبي رسمن کان بالاتر ٿي بہ ٻريت جي ريت نڀائي. هن سندس ور ديوان 'سام' سان ادبي، سماجي سرگرمين ۾ هٿ ونڊائڻ سميت خود بہ شاعري ڪئي. هن "اڪبر آشرم پبليڪيشن" نالي پبليڪيشن جو ادارو قائم ڪيو ۽ هندو-مسلم ايڪتا واري پيغام کي خوب ڦهلائڻ جي ڪوشش ڪيائين. 1947ع کان پوءِ ننڍي کنڊ جي ورهاڱي باعث جيئن سنڌي هندن لاءِ ڌرتي تنگ ڪئي وئي، اڪثر هندن لڏپلاڻ ڪئي، تڏهن ديوان 'سام' پنهنجي اڱوڻي گهر واري ۽ خاندان کي هندستان ڏانهن موڪليو پر هن سنڌ جي محب وطن نياڻي سنڌ ڇڏڻ کان قطعي نابري واري ۽ رتيديري شهر ويجهو ڳوٺ طيب لوري ۾ هنن ٻنهي زال مڙس پنهنجو مسڪن بڻايو. 1950ع ۾ گهاڙ واهہ جي پر ۾ قائم ڳوٺ ۾ قائم ميونسپالٽي اسپتال ۾ ڊاڪٽر مقرر ٿي، ان وقت لاڙڪاڻي ضلعي ۾ طبي سهولتن جي نہ هئڻ سبب اڪثر ڏورانهين هنڌن جون عورتون ۽ مريض ڪانئس علاج ڪرائڻ لاءِ ايندا هئا، سندس والهانہ خدمتن عيوض ميونسپل اسپتال جو نالو 'سرلا ديوي' نالي سان زبان زد ٿي ويو. هن ديوان سام سان گڏ جيتامڙي جي ڊائري نالي ڪتاب لکيائين، جيڪو شايع ٿيو. سندس ٻيو ڪتاب 'سام سان بہ گهڙيون' 1965ع ۾ آشرم پبليڪيشن پاران شايع ٿيو. هيءَ اڳتي هلي ڳائڻ ۽ هارمونيم وڄائڻ بہ سکي. (هاڻوڪي ايم. زيد اسپتال ڊي. سي هاءِ اسڪول) واري عمارت جي مٿئين طبقي تي سندس رهائش هوندي هئي، جتي هر هفتي صوفياڻي راڳ جي محفلن جو اهتمام ڪندي هئي. هن پاڻ بہ گهڻو ڳايو، جنهن جا رڪارڊ بہ محفوظ ڪيائين، پر سندس وفات بعد اهي ضايع ٿي ويا. هن مرندي گهڙي تائين وطن نہ ڇڏيو ۽ سنڌ ۾ رهندي، 11 فيبروري 1975ع تي ديهانت ڪري وئي.

**سرل ريڪائون** (ڪتاب): هي ڪتاب نارائڻ شيام جي پاءُ، ناٽڪ ڪار ۽ شاعر هيم ناگواڻيءَ جي نثري ڪوتائن ۽ ترائيلن، غزلن ۽ وائيءَ جو مجموعو آهي. هنن مان اڪثر ڪوتائون من اڇل/جذبي هيٺ، هيم ناگواڻيءَ 1978ع جي اپريل ۾ لکيون هيون ۽ ٻن سالن کان پوءِ ڊائريءَ جي ورقن وانگر ڪوتائن کي سهيڙي ڪتابي صورت ۾ آندو. ڪتاب هن پنهنجي گهر واري نندني ناگواڻي ۽ پنهنجي دوست جيون گرسهاڻي ۽ سندس وني‌ءَ ليلا کي ارپيو آهي، هيمراج ناگواڻيءَ، ڪتابي صورت ۾ آٺ کان ڪوتائين کي سڌاريو ۽ وڌايو ۽ ڪجهہ پراڻيون ڪوتائون (غزل، ترائيل ۽ وائي) 'ميڙي چونڊيءَ' عنوان هيٺ بہ ان ۾ شامل ڪيون آهن. ڪتاب جو مهاڳ ڪرشن راهيءَ لکيو آهي، جنهن ۾ هن شاعر جي ڄاڻ سان گڏ سندس ڪوتائن ۽ ترائيلن تي تفصيلي روشني وڌي آهي. ڪتاب جي ٽائيٽل ڊزائين پرهلاد ڪرمواڻيءَ جي تيار ڪيل آهي.

ڪرائون سائيز جي 92 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، سنڌ پرڪاشن اجمير پاران 1986ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. جنهن جي قيمت 25 روپيا آهي.

**سرلو:** سرلو مڇي ننڍين مڇين ۾ شمار ٿيندي آهي ۽ سرهيي مڇيءَ جهڙي ٿئي ٿي. هن جو رنگ سفيد ٿيندو آهي. سرهيي مڇيءَ جو قسم وڏو ٿيندو آهي، سرلو مڇي ننڍي ٿيندي آهي. هي سال ۾ ٻہ دفعا آني ڪندي آهي. عام مڇين وانگر ڊنڊين جو گاهہ ڪائيندي آهي. هن کي 'سُريهڙو' ۽ 'سَرنهڙو' بہ چوندا آهن.

**سرماڻي پير آدم جي درگاهہ**: پير آدم سرماڻي اڄ کان اٽڪل ست سو سال اڳ جو بزرگ ٿي گذريو آهي، سندس تعلق ڪلمتي بلوچن جي بگهياڙ پاڙي سان هو. پير آدم حياتيءَ ۾ ڪارڙي ناڪي کان ڏکڻ طرف، سمنڊ ويجهو نئين جي ڪنڊ ۾ رهندو هو، جنهن کي پير آدم وارتي ڪنڊ چون ٿا. روايت آهي تہ پاڻ دهليءَ جي شاهہ نظام الدين اولياءَ جو خليفو هو. ڪلمتين جي بگهياڙ قبيلي مان وڏا عارف ۽ ولي ٿي گذريا آهن، هيءَ درگاهہ تعلقي سونمياڻي، ضلعي لس ٻيلي ۾ آدم ڪنڊ کان اٽڪل ڏيڍ ميل جي مفاصلي تي اوڀر طرف واقع آهي. هن رانڪ ۾ پير آدم جي مزار کانسواءِ ارڙهن درويشن ۽ حاجي سڳورن جون پڪيون تربتون آهن. رانڪ جي ٻاهران ٿلهي تي دروازي جي اتر طرف پير صاحب جي گهر واري ملي بنت باجڪ جي پڪي تربت آهي. انب کان ٿورو پري اتر طرف ٿلهي کان ٻاهران هيٺ درويش سيد جي پڪي تربت آهي، رانڪ جي ٻاهران هڪ وڏو قبرستان آهي، جنهن جي اولهہ واري پاسي کان ڪلمتي بلوچن جون چٽساليءَ سان گهاڙيون آهن، جن تي نالا اڪريل آهن. درگاهہ کان اوڀر طرف ڏيڍ فرلانگ تي اولياءَ حضرت شاهہ نظام الدين دهلوي (725هہ/1325ع) جو چلو آهي. شاهہ نظام الدين جو قبو دهليءَ ۾ آهي، اتي هڪ وڏي ڇپ رکيل هئي، جنهن جو اڌ هتي چلي واري جاءِ تي رکيل آهي. مريد پهريان انهيءَ چلي جي زيارت ڪري پوءِ درگاهہ تي ويندا آهن. چلي تي پير آدم جا خليفا سالياني عرس جي موقعي تي خيرات ڪندا آهن.

**سرمائيداري نظام**: يورپ ۾ آيل تجارتي ۽ صنعتي انقلاب هڪ اقتصادي ۽ سياسي نظام کي جنم ڏنو. جنهن کي سرمائيداري نظام يا ڪئپلزم Capilatism چئجي ٿو. هي نظام سماجي معاشياتي جوڙجڪ جي لحاظ کان جاگيرداري نظام تي مڪمل طور تي حاوي ٿي ويو. سرمائيداريءَ جو بنياد پيداوار جي تمام ذريعن ۽ وسيلن جي نجي ملڪيت ۽ مزدورن جي پورهئي جي استحصال تي آهي. جيڪو سرمائيدارن ۽ شاهوڪارن جي پيدا ڪيل پورهيت ۽ ڪاريگر طبقي جي وچ ۾ ناڻي واري بد نظمي ۽ بد انتظاميءَ سبب وجود ۾ آيو. تجارتي انقلاب پندرهين صدي عيسويءَ کان 18 عيسوي صديءَ تائين، وچئين دور Medieval time جي ڪار وهنوار مان تبديل ٿي، جديد دور جو عالمي تجارتي نظام اختيار ڪيو. جنهن جي اثر هيٺ سرمائيداري نظام

جو بنياد پيو. سرمائيداري نظام هيٺ پيداوار جا ذريعا خانگي مليڪيت هيٺ آيا. منافعو لامحدود ٿيو. منافعي جي لاءِ واپارين ۽ سرمائيدارن جي وچ ۾ ڇتاپيٽي شروع ٿي. سرمائيدارن وڌيڪ نفعو ڪمائڻ لاءِ بهتر ڪارڪردگيءَ تي زور ڏنو ۽ وڌيڪ نفعو ڪمائيندڙ معاشري ۾ وڌيڪ حيثيت جا مالڪ بڻيا. ڪارل مارڪس انهيءَ کي بورزوائي معاشرو سڏيو آهي. اهڙيءَ طرح هو ان معاشري جي تشريح ڪندي لکي ٿو ته: ”بورزوائي معاشري ۾ سرمايو Capital هڪ آزاد انفرادي شخصيت جي ملڪيت آهي، جڏهن ته هڪ زنده انسان ان جي تابع آهي ۽ سندس ڪابه انفرادي شخصيت نه آهي.“ جان ليوس آمريڪا جو هڪ مزدور اڳواڻ هو. جنهن پنهنجي تقرير دوران چيو هو ته: ”هتي هن ملڪ ۾ بدترين فاشسٽ اهي آهن. جيڪي فاشزم کي رد ڪندي، آزادي ۽ آئين جي آڙ ۾ ماڻهن کي سرمائيداري نظام جو غلام بڻائن ٿا.“ پروفيسر شمپيٽر جان ليوس جي ڳالهه سان اتفاق ڪندي لکيو آهي ته: ”اهو ممڪن آهي ۽ خود پنهنجي تهذيب جي منطق مطابق آهي ته سرمائيداري نظام سماجي بيچينيءَ کي جنم ڏئي ٿو ان جو علم فراهم ڪري ٿو ۽ انهيءَ مفاد رکندڙ طبقي جي مالي مدد ڪري ٿو.“

قديم زماني کان وٺي ناڻي جي پيداوار ۽ ان جو حصول سرمائيداري نظام جو بنياد رهيو آهي. ان کان علاوه سماج ۾ سرمائيداريءَ سبب پيدا ٿيندڙ پيداوار جي بد نظمي، مخصوص عرصي بعد ان جو بحران، شديد بيروزگاري، عوام ۾ پيدا ٿيندڙ غربت ۽ مفلسي، دراندازي ۽ جنگيون ان جو اهم جواز رهيا آهن. محنت جي سماجي نوعيت ۽ استحصال جي نجي سرمائيدارانه صورت معاشري جي ٻن وڏن طبقن جي وچ ۾ هميشه اختلاف پيدا ڪيا آهن. يورپ جي سموري تاريخ مزدورن ۽ سرمائيدارانه اختلافن ۽ جدوجهد سان ڀري پئي آهي. يورپ ۾ پيدا ٿيندڙ انقلاب ڪجهه ارتقائي مرحلا طئي ڪرڻ کانپوءِ اڻويهين صدي عيسويءَ ۾ عروج تي پهتو. يورپ ۾ خاص ڪري انگلينڊ کان سرمائيداري نظام پوري دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهلجي ويو ۽ ان جو اثر پهرئين عالمي جنگ تائين سماجي ۽ اقتصادي لحاظ کان غالب نظر اچي ٿو. جنهن بعد هن نظريي جي جاءِ ڪميونزم ۽ مارڪسزم ورتي. سرمائيداري جو اصطلاح پهريون ڀيرو ڪارل مارڪس اوڻيهين صديءَ ۾ وسيع معنيٰ جي لحاظ کان استعمال ڪيو هو ان سان گڏوگڏ غير ڪميونسٽ معيشتن کي بيان ڪرڻ جي لاءِ پڻ اڪثر ڪري فري انٽر پرائيز (آزاد ڪاروبار) ۽ مارڪيٽ سسٽم جا اصطلاح به استعمال ڪيا وڃن ٿا ۽ ڪڏهن ڪڏهن مغربي قومن جي ملندڙ جلندڙ معاشي نظام جي گڏيل معيشت جا اصطلاح به لاڳو ٿين ٿا. سرمائيداري نظام جو سڀ کان پهريون خيال ڏيندڙ اولين شخص اسڪاٽس فلسفي ايڊم سمٿ کي قرار ڏنو وڃي ٿو. جنهن پهريون ڀيرو هن نظام جي حق ۾ موجوده معاشي اصول بيان ڪيا هئا. هن پنهنجي ڪتاب ۾ اهو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته نجي منافعي کي هن طرح سان جاري رکڻ ممڪن آهي ته نه صرف فرد بلڪه بحيثيت مجموعي معاشري جي مفادن کي به فروغ ملي سگهي. معاشري جا مفاد ماڻهن جي سڀ کان وڌيڪ ڪم ايندڙ شين جي ذريعي پورا ڪري سگهجن ٿا. سمٿ جي هيءَ ڳالهه ڪافي مشهور ٿي ته ذاتي مفاد، نجي ملڪيت ۽ مارڪيٽ ۾ مقابلو ڪندڙن جو امتزاج پيداڪارن کي اهڙي منزل ڏانهن وٺي ويندو، جيڪا سندن منزل مقصود نه آهي. يعني ان سان معاشري جي ڪائي فلاح يا ڀلائي ٿي نه سگهندي. ويهين صديءَ جي شروع کان سرمائيداري نظام جنگين، انقلابن ۽ معاشي بدحاليءَ جي ور چڙهي ويو نتيجي ۾ پهرئين جنگ عظيم کانپوءِ روس ۾ انقلاب ۽ مارڪسي ڪميونزم جو بنياد پيو. هن جنگ سبب جرمنيءَ ۾ نازي ازم کي فروغ مليو جيڪو سرمائيداري ۽ رياستي سوشلزم جو گڏيل هو. ٻي جنگ عظيم بعد ڪميونسٽ معاشي نظامن چين ۽ مشرقي يورپ تي پنهنجو ڏاڪو ڄمايو. جڏهن 80ع واري ڏهاڪي ۾ سرد جنگ ختم ٿي ۽ اڳوڻي سوويت بلاڪ جون قومون آزاد ڪاروبار ڏانهن متوجهه ٿي ويون. تڏهن چين مارڪسي حڪومت جو واحد مرڪز رهجي ويو. جنهن بعد ڪالونيل ازم جي دور ۾ مارڪسي نظرين کان متاثر چند ترقي پذير قومن پنهنجي پنهنجي مسئلن جي حل خاطر سرمائيداري نظام ۾ ترميمون ڪيون. مغربي يورپ ۽ اتر آمريڪا جي صنعتي جمهوريتن کي سرمائيداري نظام جو 30ع واري ڏهاڪي ۾ سخت چئلينج جو مقابلو ڪرڻو پيو انهيءَ عرصي دوران سرمائيداريءَ جي اهم ترين واقعن کي برطانوي مشهور معيشتدان جان مينارڊ ڪينز پنهنجي ڪتاب General Theory of Employment Interest and Money ۾ دانشورانه انداز ۾ تحرير ڪيو آهي. ايڊم سمٿ جي ابتدائي نظرين وانگر جان مينارڊ ڪينز جو فڪر به مغربي جمهوريتن ۾ سرمائيداري جي انداز ۽ عمل سان تمام گهڻو متاثر ٿيل ڏسجي ٿو.

**سرمائي شام** (ڪتاب): هي ڪوڏو مل واڌواڻي ’جانب‘ جي غزلن جو ڪتاب آهي. ڪتاب جو مهاڳ ڀڳوان نردوش لکيو آهي، جنهن ۾ هن ڄاڻايو آهي ته ڪوڏو مل ’جانب‘ شعر جي مختلف صنفن تي قلم آرائي ڪئي آهي، پر سندس پيارو گهاڙيٽو غزل رهيو آهي. ڪوڏو مل ’جانب‘ درازن ۾ ڄائو هو ۽ ورهاڱي کانپوءِ ڀارت ۾ وڃي آباد ٿيو. هن جي شاعريءَ جا ٽي ڪتاب: (1) چو دل تي دل کان ڌار قرين، (2) رڪجي ويندي رات، ۽ (3) روشني- ڇپيل آهن، جن تي گجرات سنڌي ساهتيه اڪيڊميءَ ڪيس انعام ڏئي چڪي آهي.




ڪوڏو مل جانب جا غزل، فن ۽ فڪر جي حوالي سان ڀرپور آهن. هن غزلن ۾ وقت جي عڪاسي ڪئي آهي، هن ڪجهه مزاحيه غزل به چيا آهن. سندس هي غزلن جو مجموعو نواڻ ۽

روايت جو سنگر آهي. ڪتاب جي مٿان جيتوڻيڪ غزلن جو مجموعو لکيل آهي، پر ان ۾ سندس ڪجھ قطعا، هڪ گيت ۽ هائيڪو به شامل آهي. ڊيمي سائيز جي 96 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب مهالڪشمي پرنٽرس، احمد آباد مان پبلشر ائنجلس، ڊسمبر 2011ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي قيمت 110 روپيا آهي.

**سُرمائي ڪنڊر ڪوئو** Grey Spiny Mouse/Mus Saxicola: هي ڪوئو، گهريلو ڪوئي کان وڏو ٿئي ٿو. مٿان سرمائي رنگ جو آهي ۽ پيٽ اڇو اٿس، پڇ سنهو ۽ جسم جي ماپ کان ڪجھ ٿي ننڍو آهي. هي ڪوئو پٿرائين ماحول ۾ رهندڙ آهي. هي پٿراين جاين تي ٻِر ڪوٽي ٿو



۽ رات جو سرگرم رهندڙ جانور آهي. هي ڪوئو اڪثر طور اَن، ساوڪ ۽ جيت کائيندو آهي، پاڻي نه پيئندو آهي. پاڻيءَ جي ضرورت ياجين ۽ شڪار وغيره مان پوري ڪري وٺندو آهي.

**سرمد سنڌي**: سنڌ جي ناليواري قومي راڳي سرمد سنڌيءَ جو اصل نالو عبدالرحمان ولد محمد حيات مغل هو. سندس جنم 7 جولاءِ 1961ع تي ضلعي خيرپورميرس جي هڪ ننڍڙي شهر پريالوءِ ۾ ٿيو. سرمد سنڌي مئٽرڪ تائين تعليم پريالوءِ ۾ حاصل ڪئي. تنهن ڪانپوءِ ٽيڪنيڪل ڪاليج خيرپور ۾ داخل ٿيو جتان 1980ع ۾ سول ٽيڪنالاجيءَ ۾ ڊپلوما ڪيائين. 1984ع ۾ پهريان ايچ. ڊي. اي حيدرآباد ۾ ۽ پوءِ ڪراچي بلڊنگ ڪنٽرول اٿارٽيءَ ۾ سب انجينيئر مقرر ٿيو ۽ زندگيءَ جي آخر تائين انهيءَ عهدي تي رهيو.



سرمد سنڌيءَ ڳائڻ جي شروعات 1975ع ڌاري دوستن جي وچ ۾ ويهي ماچيس وڄائڻ سان ڪئي، ائين ئي هو پنهنجي يارن دوستن ۾ ويهي جهونگاريندو رهندو هو. ڪيس جيئي سنڌ جي نعري سان محبت هوندي هئي. پاڻ جڏهن ٽيڪنيڪل ڪاليج ۾ پڙهندو هو، ان وقت به ڪاليج ۾ ٿيندڙ قومي پروگرامن ۾ قومي گيت جهونگاري محفل تي سحر طاري ڪري ڇڏيندو هو اهڙي طرح سندس سريلي آواز جا آلاپ وڏين محفلن ۾ پڻ گونجڻ لڳا ۽ سڄي سنڌ ۾ ٿيندڙ مختلف محفلن کي قومي گيتن سان گرمائي ڇڏيندو هو اهو جنرل ضياءَ واري مارشلا جو دور هو ۽ سنڌ ۾ قومي گيتن کي چاھ سان ٻڌو ويندو هو. سرمد سنڌي قومي ڪاڄن ۾ سڄي رات بيهي قومي ۽ انقلابي گيت ڳائي، خاص ڪري نوجوانن ۾ نئون ولولو ۽ جوش پيدا ڪندو هو جيتوڻيڪ ڪيس موسيقيءَ جي لاهن چاڙهن ۽ لئي جي ڪا خاص خبر ڪانه پوندي هئي، پر جڏهن به هو ڳائيندو هو، ته سنڌي نوجوان پنڊال ۾ جهومندا هئا. قومي گيتن جي گونجار ڪري نوجوانن ۾ سنڌيت جو روح ڦوڪڻ تي ڳجها ادارا سندس پيڇو ڪرڻ لڳا. ان دوران هڪ دوست نور احمد ميمڻ جي صلاح تي رحمان مغل مان سرمد سنڌي بڻيو. سندس شروعاتي آڊيو ڪئسٽن جا ڪيترائي البم رحمان مغل جي نالي سان آهن. هن پنهنجو پهريون آڊيو ڪئسٽ البم هڪ دوست جي نالي سان ڪڍيو هو. هو مختلف نالا بدلائي نوجوانن ۾ سنڌيت جو پيغام پهچائيندو رهيو. ڪڏهن به پوئتي پير نه ڪيائين. ڪيس ڪراچيءَ ۾ رهڻ دوران ڪيترائي دفعا قتل جون ڌمڪيون پڻ مليون.

سرمد سنڌيءَ کي ريڊيو پاڪستان تي ناليواري شاعر ۽ براڊ ڪاسٽر ڪوثر برڙي ۽ پي. ٽي. وي تي سميع بلوچ متعارف ڪرايو. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان سندس آواز ۾ پيرو هڪ لولي 'مارو لولي الو ميان' نشر ٿي. ٽي. وي تي سندس آواز ۾ ڳايل پهريون ڪلام 'تنهنجي ياد جي وري آ وير' هو. ان ڪانپوءِ سرمد بيشمار عوامي، گيت، غزل، وايون ۽ صوفين جو ڪلام اسٽيج، ريڊيو، ٽيليويزن ۽ آڊيو-وڊيو ڪئسٽن ذريعي ڳائي، پڙهيل لکيل طبقي کان ويندي هڪ هاري پورهيت تائين مڃتا ماڻي. سرمد سنڌيءَ جو تعلق ڪنهن پيشه وار ڳائڪن جي خاندان سان ڪونه هو، پر سندس خاندان هڪ مذهبي گهراڻو هو، جتي ڳائڻ وڄائڻ گناهه سمجهيو ويندو هو. هن راڳ جي باقاعده سکيا ڪنهن کان به ڪانه ورتي، شروع ۾ نامور سارنگي نواز استاد مجيد خان کيس شاگرديءَ جو ڏاڳو ٻڌو، بعد ۾ جڳ مشهور پروڊيوسر ۽ راڳي بيدل مسرور کان ڪجھ بنيادي سکيا ورتائين. پر هن ڳايو هميشه الڳ انگ ۽ رنگ ۾. هن جي ڳائڻ جو انداز سمورن فنڪارن کان مختلف هو. هن ڪڏهن به فلمي طرزن تي نه ڳاتو، هو اڪثر ڌنون پاڻ ڪمپوز ڪندو هو ۽ شاعريءَ جي چونڊ ۾ مهارت رکندو هو. سندس هميشه اها ڪوشش هوندي هئي ته سنڌي موسيقيءَ ۾ جدت آڻجي. هن هميشه ڌرتيءَ تي ٿيندڙ ڏاڍ، ظلم ۽ جبر جي خلاف پنهنجي انقلابي آواز جي وسيلي جنگ ڪئي. هن هر موضوع تي ڳايو، پر سندس محور سماج ۽ ڌرتيءَ جا سور هئا. سرمد سنڌي نه ڪلاسيڪي ۽ نه وري نيم ڪلاسيڪل راڳي هو، پر هن وٽ سندس لاشعور ۽ ڏات جي ڏيهه ۾ هڪ اهڙي خوبي هئي، جا ڪلا جي پابندين جي محتاج ڪانه هوندي هئي.

سرمد سنڌيءَ جا وڏا جيتوڻيڪ پنجاب کان اچي هتي آباد ٿيا هئا،

پر عملي طرح هن پنهنجو پاڻ، پنهنجي گهر ڀاتين ۽ پنهنجن ٻارن کي سنڌ ڌرتيءَ جي مٽيءَ سان رچائي ڇڏيو هو. ڪيس سنڌ جي ڌرتي، ٻولي ۽ تهذيب سان بي انتها محبت هئي. هن پنهنجي ٻارن کي سنڌي تعليم ڏياري. هو پاڻ کي سنڌي سمجهندو ۽ سنڌي سڏرائڻ تي فخر محسوس ڪندو هو. هن سنڌين جي دلين جي ترجماني ڪئي. سرمد سنڌي قومي پروگرامن جي دعوت جي ڪاٻه فيس وغيره نه وٺندو هو. ڪيس ڪنهن قومي ڪاج جي دعوت نه ٻه ملندي هئي، ته ٻه فرض سمجهي ان پروگرام ۾ پاڻ مرادو هليو ويندو هو. سنڌس دوستن کي چيل هوندو هو ته ڪنهن ٻه سنڌيءَ جي دعوت ڏيڻ تي سنڌس اچڻ جي پڪ ڏئي ڇڏين. هن ڪڏهن ٻه پئسن جي خاطر نه ڳايو، پر پنهنجي دلي شوق جي پورائي ۽ ڌرتيءَ جو فرض سمجهندي ڳاتو. هن شاهه لطيف سميت شيخ اياز، استاد بخاري، سرڪش سنڌي، اياز گل، ادل سومرو، زاهد شيخ، تاجل بيوس، زخمي چانڊيو، نظر پياسي، سميع بلوچ، ڪوثر ٻرڙي ۽ ٻين شاعرن جو ڪلام ڳائي، سنڌن پيغام کي جهر جهنگ تائين پهچايو. سنڌي عوام ۾ ڪيس ’سنڌ جو ٻيجل‘ جي نالي سان ياد ڪيو ويجي ٿو. ناميارو شاعر تاجل بيوس ڪيس ’راڳ جو راڻو‘ ۽ ’سنڌ جو ڪتر هارا‘ ڪري سڏيو آهي. سرمد سنڌي سائين جي.ايم سيد جي سالگرهه جي پروگرامن ۾ هر سال پابنديءَ سان شريڪ ٿيندو هو. سنڌس زندگيءَ ۾ صرف سنڌ سان محبت هجڻ جي ڪري شر پسندن پارا ن ڪيترائي ڪوڙا پوليس ڪيس مڙهيا ويا، ڪيس ڪراچي ڇڏي وڃڻ ۽ ڳائڻ بند ڪرڻ لاءِ طرح طرح جون ڌمڪيون ملنديون رهيون، پر هن ڪڏهن ٻه هيٺائي نه ڪئي. سرمد سنڌي هڪ روڊ ايڪسيڊنٽ ۾ سخت زخمي ٿيو، جنهن ۾ سنڌس هڪ ڄنگهه جي هڏي ڀڄي پئي هئي، جنهنڪري ڪيس ڪراچيءَ جي اسپتال مان لوهي راڊ لڳي ۽ پاڻ ان جي وسيلي هلڻ لڳو. ڪجهه عرصي بعد 27 ڊسمبر 1996ع تي بدين مان هڪ پروگرام ڪري، ڪوسٽر ذريعي ڪراچي واپس وڃي رهيو هو ته ديوان شگر مل ٺٽي ويجهو ڪوسٽر جو ڪمند سان ڀريل هڪ ٽرڪ سان ٽڪر ٿي پيو، جنهن ۾ هو سخت زخمي ٿي پيو. ڪيس ڪراچيءَ نيو پئي ويو ته رستي ۾ دم ڌڻيءَ حوالي ڪيائين ۽ 35 سالن جي ڀرپور جوانيءَ ۾ وفات ڪري ويو. سنڌس زندگيءَ جو آخري آڊيو البم ’ماروئڙا شهزور‘ هو. جنهن ۾ زاهد شيخ، اياز گل، زخمي چانڊيو ۽ ٻين شاعرن جا گيت شامل هئا.

سنڌ جي مهان ڪوي شيخ اياز سرمد سنڌيءَ جي وفات تي تعزيتي تاثر ۾ لکيو آهي ته: ”سرمد جو آواز اجا تائين ڪتين جي ڪنن ۾ گونجندو هوندو ۽ ستارا اهو ٻڌي سوچيندا هوندا ته سنڌ، ڌرتيءَ جو اهڙو اپگره آهي، جتي اهڙي لازوال ذات پيدا ٿي سگهي ٿي.“

سرمد سنڌيءَ جي وفات کان پنج ڏينهن پوءِ سنڌس ونيءَ هڪ پٽ کي جنم ڏنو، جنهن جو نالو ’عزيزالرحمان‘ رکيو ويو. ڪيس هڪ پٽ ۽ ڌيءَ ماريه جو اولاد آهي. هن وقت سرمد سنڌيءَ جو ننڍو ڀاءُ احمد مغل سنڌس نقش قدم تي هلندي، پنهنجي ڀاءُ جو نالو روشن ڪري رهيو آهي.

سرمد سنڌيءَ جي وفات بعد علي حسن چانڊيئي سنڌس ياد ۾ تاثراتن تي ٻڌل هڪ ڪتاب ’سنڌ جو ٻيجل: سرمد سنڌي‘ سهيڙي 1997ع ۾ سرمد سنڌي يادگار ڪاميٽيءَ طرفان ڇپائي پڌرو ڪيو. جڏهن ته ڪوثر ٻرڙي سنڌس ڳايل ڪلامن کي سهيڙي هڪ ڪتاب پڻ شايع ڪرايو آهي.

**سرمد شهيد**: تصوف جي دنيا ۾ حسين بن منصور حلاج، مخدوم بلاول شاهه عنايت شهيد ۽ سرمد اُهي صوفي بزرگ ٿي گذريا آهن، جن وحدت الوجود/ همه اوست جي راهه تي هلندي وقت جي حڪمرانن جي عذاب ۽ عتاب کي سڀ کان وڌيڪ برداشت ڪيو. حسين بن منصور حلاج سوريءَ تي لٽڪايو ويو ۽ سنڌس عضوا ڳيا ڳيا ڪري ساڙي انهن جي رک دجله ۾ وهائي وئي، مخدوم بلاول کي وطن پرستيءَ جي ڏوهه ۾ گهاڻي ۾ پيڙايو ويو، شاهه عنايت شهيد ۽ سرمد اورنگزيبي جاهه و جلال جا مخالف رهيا. شاهه عنايت ’جو ڪيڙي سو کائي‘ جو نعرو هڻي ’گڏيل پوک‘ جو رواج وڌو. جنهن کي اورنگزيبي دلالن برداشت نه ڪيو ۽ قرآن وچ ۾ آڻي ڪيس دغا سان شهيد ڪيو.


سرمد شهيد جي خيالي تصوير

سرمد، عشق ۽ همه اوست جي دنيا جو مست الست فقير هو. جنهن جي ظاهري ننگائپ ۽ اورنگزيب جي ڀاءُ دارا شکوه سان دوستي عتاب جو ڪارڻ بڻي ۽ سرِ بازار تلوار سان سنڌس سِر اُڏايو ويو.

سرمد ڪير هو، ڪٿان جو هو، سنڌس تعليم ڇا هئي، ان بابت تمام ٿوري معلومات ملي ٿي. مولانا ابوالڪلام آزاد لکيو آهي ته، ”عهد عالمگيري ۽ ان کانپوءِ وارن فارسي تذڪرن ۾ عام طور سرمد شهيد بابت ’ڪي سٽون‘ مس درج آهن.“ هو لکي ٿو ته، ”مرزا محمد ڪاظم، عالمگير جي حڪم تي ڪجهه سوانح حيات ۽ حالتون سن وار لکڻ شروع ڪيون، پر ڏهه سال ئي نه گذريا ته سرکاري حڪم موجب ڪيس اهو سلسلو بند ڪرڻو پيو. ان کانپوءِ ’نواب عالم‘ کي ان سلسلي کي مڪمل ڪرڻ جو خيال جاڳيو. سنڌس اشاري تي ’مستعد خان‘ باقي چاليهن سالن جون حالتون قلمبند ڪيون ۽ ابتدائي ڏهن سالن واري احوال جو انتخاب ٻه ان ۾ شامل ڪري اُن جو نالو ’ماثر عالمگيري‘ رکيو. 1070هه/1661ع جي حالتن جي ورق گرداني ڪئي وئي، جيتوڻيڪ اهو سال سرمد جي شهادت جو سال هو، پر معلوم ٿيو ته وڏيءَ ڪوشش سان تاريخ جي انهن صفحن کي ’سرمد‘ جي شهادت جي ذڪر کان بچايو ويو آهي ته متان هن ’شهيد عشق‘ جي رت ٻڌل ڦهراڻ جي ڦڙن سان ڪٿي تاريخ جي حاشين تي داغ نه ٿي پون.“

خافي خان جي تاريخ ’منتخب اللباب‘ مغليه دور جي مشهور

تاريخ ۾ سڀ کان وڌيڪ اورنگزيبي عهد جو ذڪر آهي، پر اُن ۾ به سرمد جي سوانح بابت هڪ لفظ به موجود نه آهي. صرف به تاريخون اهڙيون آهن، جن ۾ سرمد جو احوال ملي ٿو. هڪ شير خان لوڌيءَ جي تاريخ 'مراة الخيال' ۽ ٻيو علي قلي خان داغستانيءَ جو ڪتاب 'رياض الشعراءِ'، جنهن جو قلمي نسخو ايشياٽڪ سوسائٽي بنگال جي ڪتب خاني ۾ موجود هو.

سرمد، ايران جي ارمني خاندان مان هو، جنهن جو مذهب يهودي يا عيسائي چيو وڃي ٿو ۽ سندس جنم ڀومي ڪاشان، ايران هئي. هن صفوي دور حڪومت ۾ جنم ورتو، جيڪا شيعه مسلڪ جي هئي. سرمد ننڍيءَ عمر ۾ ئي اسلامي تعليمات کان متاثر ٿي مسلمان ٿيو. سندس خانداني نالي جي خبر نه ٿي پوي ۽ نه ئي ڄاڻ پوي ٿي ته اسلام قبولڻ کان پوءِ هن ڪهڙو نالو اختيار ڪيو. عام طور تذڪرن ۾ سندس 'سرمد' لقب ئي ملي ٿو. ڪن تذڪرن ۾ 'سعيدائِ سرمد' جي نالي سان سندس احوال درج آهي، جنهن مان اندازو ڪري سگهجي ٿو ته سندس اسلامي نالي جو هڪ جز لفظ 'سعيد' هو، جيڪو 'سرمد' تخلص سان لاڳاپيل هو.

سرمد جي تعليم بابت به ڪا وثوق ڀري ڄاڻ نه ٿي ملي، پر تذڪرا هن ڳالهه تي متفق آهن ته سرمد عالم ۽ فاضل شخص هو ۽ عربي ۽ فارسيءَ ۾ ڪمال دسترس رکندو هو.

سرمد جو ابتدائي پيشو واپار هو. چون ٿا ته سندس والد به واپاري هو. سرمد ايران مان تجارتي مال کڻي هندستان ڏانهن روانو ٿيو. ڇاڪاڻ ته ان زماني ۾ علم ۽ فن وانگر جنس ۽ مال جو به هندستان وڏو مرڪز هو ۽ هتي ايراني مصنوعات پسند ڪيون وينديون هيون. سرمد ايراني مصنوعات سوداڻي هندستان جون قيمتي جنسون ۽ اتان جي ڪاٽين جا لعل ۽ جوهر خريدڻ نڪتو هو، پر ڪيس پتو نه هو ته قضا ۽ قدر جو فيصلو سندس حق ۾ ڪهڙو ٿيڻو آهي؟ هو ڏيساور ڏوري سنڌ ولايت جي حسناڪ شهر ٺٽي ۾ اچي نڪتو، جيڪو علم ۽ عرفان سان گڏ 'جهانِ عشق' ۾ به نشانبر هو.

اُن زماني ۾ ايراني تاجر ۽ سياح عام طور سنڌ کان ٿيندا هندستان ايندا هئا. سرمد به ايراني مصنوعات کڻي ٺٽي پهتو ۽ هن 'تجلي گاهه ايمن' ۾ سندس نرم ۽ نازڪ دل کي هڪڙي هندو حسين ڇوڪري اڀيچند جي ڪافر نيڻن گهايل ڪري وڌو، جنهن کي سرمد هڪ محفل ۾ ڳائيندي ٻُڌو هو. سرمد سادو ايراني واپاري، دل جو متاع هٿن ۾ کڻي خريدار کي ڳولي رهيو هو ۽ جڏهن ڪيس خريدار اڀيچند جي صورت ۾ مليو ته نگاهه کڻي به نه ڏٺائين ته ڪير آهي ۽ ڇا کڻي آيو آهي. ان کي غنيمت ڄاتائين ته دل جهڙي سستي متاع جي طالب هڪ جادوئي نظر آهي ۽ بنا ڏڪ اهو سوڏو منظور ٿي ويو.

دلالِ عشق بود خريدار جانستان،

خود را فروختيم چه سودا بما رسيد.

سرمد جي سچي عشق جو نوجوان اڀيچند تي به ڪرشماتي اثر ٿيو. پهرين مائٽن اڀيچند کي سرمد سان ملڻ کان روڪيو پر جڏهن هنن ڏٺو ته سرمد ۽ اڀيچند جو لاڳاپو هڪ مريد ۽ مرشد وارو آهي ته ڪيس سرمد سان ملڻ جي اجازت ڏني وئي. چون ٿا ته سرمد سان ملاقات کان اڳ به اڀيچند جي زندگي ڪافي بااصول هئي. سندس دل ۾ روحانيت جي علم حاصل ڪرڻ جي شديد تمنا هئي. ڪيس ننڍپڻ کان ئي شاعريءَ جو شوق هو ۽ سرمد جي ٺٽي پهچڻ کان اڳ ئي محفلن جو مور بڻجي چڪو هو. سرمد سان ملاقات سون تي سهاڳي جو ڪم ڪيو ۽ هن جي دل ۾ موجود روحانيت جي چڻنگ عرفان جي لاٽ ۾ بدلجي وئي ۽ اُن سندس زندگيءَ ۽ ڪلام کي چمڪائي ڇڏيو. اڀيچند، سرمد ذريعي روحاني ڪتابن جو مطالعو ڪيو. 'دبستانِ مذاهب' ۾ اڀيچند جو هڪ شعر ڏنو ويو آهي:

هر مطيع فرقا نم، هم ڪيشِ رهبانم،

ربيءَ يهودانم، ڪافرم، مسلمانم.

(مان قرآن جو به فرمانبردار آهيان، عيسائين جو به هم مذهب آهيان، يهودين جو به واعظ آهيان، ڪافر به آهيان، مسلمان به آهيان.)

سرمد ۾ سال ٺٽي ۾ گذارڻ کانپوءِ لاهور هليو ويو. 'دبستان مذاهب' جو ليکڪ معتمد خان، سرمد سان 1634ع ڌاري لاهور ۾ مليو هو، پر هُو اهو نه ٿو ڄاڻائي ته سرمد لاهور ۾ ڪيترو عرصو رهيو، پر ايترو لکي ٿو ته، "لاهور جي رهواسين ۾ سرمد بيحد مقبول هو ۽ مختلف خيالن جا ماڻهو سندس چوگرد موجود رهندا هئا. سندس جسم تي گهنڊيدار ڏگها وار هئا ۽ مٿس روانيءَ سان شعرن جو نزول ٿيندو هو ۽ صاف فارسي ڳالهائيندو هو."

لاهور ۾ رهڻ دوران بادشاهه شاهجهان سان سندس ملاقات جو احوال نه ٿو ملي. سرمد 33-1634ع دوران لاهور ۾ ترسيل هو. پوءِ 1646ع تائين سندس خبر نه ٿي پوي ته هو ڪٿي هو. 1646ع ڌاري سرمد حيدرآباد دکن آيو. سندس دکن آمد وقت عبدالله قطب شاهه گولڪنڊه جو بادشاهه هو. بادشاهه ۽ سندس وزير شيخ محمد خان، سرمد جا معتقد بنجي ويا (حوالو: دبستان مذاهب). حيدرآباد ۾ سرمد وٽ روزانو عقيدتمند جو ميڙو متل هوندو هو. هو پنهنجون رباعيون سندن آڏو پڙهندو هو، جن ۾ دنياوي سُڌن کي ترڪ ڪرڻ ۽ عزت ۽ شهرت جي فاني هجڻ جي آگاهي هئي. سرمد جي هاڪ هنڌين ماڳين پکڙي وئي.

ان کانپوءِ سرمد شاهجهان جي زماني ۾ 1954ع ڌاري دهليءَ آيو ۽ نظرياتي هم آهنگيءَ جي ڪري دارا شڪوه جي حلقي سان منسلڪ ٿي ويو. تاريخدان رضويءَ جي ڪتاب 'A History of Sufism in India' مطابق 1654ع تائين سرمد دهليءَ ۽ پوري هندستان ۾ هڪ عظيم صوفي، درويش ۽ آزاد خيال مفڪر طور مشهور ٿي چڪو هو.

اهو به چيو وڃي ٿو ته سرمد کي ان ڳالهه جو احساس هو ته حيدرآباد کان دهليءَ پهچي، هو اصل آرام گاهه يا قتل گاهه ڏانهن وڃي رهيو آهي، جتي سندس محبوب يعنيٰ خدا سان وصال ٿيندو. سندس

هڪ رباعيءَ مان اهڙو اشارو ملي ٿو:

ما سرِ خود را چون ڪوهه وزره پا دانسته ايم،
شهرِ دهلي را به شانِ ڪربلا دانسته ايم،
رفته منصور از قصه و رفت سرمد نيزهم،
دار هارا از عطائي ڪبريا دانسته ايم.

(سر کي پنهنجي خاڪ ۾ ذرو ڄاڻو سون،
دهليءَ جي شهر کي ڪربلا وانگر ڄاڻو سون،
ويو سرمد قضا سان ته سرمد به ويندي ڄاڻو،
دارو رسن کي ڪبريا جي عطا ڄاڻو سون.)

دهليءَ ۾ سرمد جي شهرت وڌي وئي، هر وقت وٽس ماڻهن جا هجوم رهندا هئا. فرينچ ڊاڪٽر برنيز جي ڪتاب 'برنيز ٽريولرز' ۾ ڄاڻايل آهي ته سرمد کي دهليءَ جي گهٽين ۾ ڪيترا پيرا اگهاڙو ڏٺو ويو. شاهه جهان ۽ دارا شڪوه به سندس معتقد بڻجي ويا. دارا، ميان مير سنڌي ۽ ٻين صوفين کان متاثر هو ۽ هن 'سڪينة الاولياء' نالي ڪتاب لکيو هو.

سيپٽمبر 1657ع ۾ شاهجهان داراشڪوه کي سلطنت جو ولي عهد نامزد ڪيو، جنهن تان سندس ڀاءُ اورنگزيب کي سخت تڪليف پهتي ۽ ٻنهيءَ جي وچ ۾ هڪ نظرياتي جنگ جي شروعات ٿي وئي. دارا شڪوه مذهبي رواداريءَ جي باوجود پنهنجي متعصب ڀاءُ اورنگزيب جي عتاب کان بچي نه سگهيو.

دارا ۽ سرمد جي دوستيءَ کي اورنگزيب پنهنجي اقتدار لاءِ خطرو سمجهندي، ٻنهي کي ختم ڪرائڻ لاءِ سوچيو، ڇو ته ڪيس خبر هئي ته دارا سرمد کي 'پير و مرشد' چئي مخاطب ٿيندو هو ۽ هو ڪيس 'روحاني بادشاهت' جي بشارت ڏيندو هو، جنهن کي اورنگزيب پنهنجي دنيوي اقتدار لاءِ خطرناڪ ڄاتو.

شاهجهان جي آگري وڃڻ کانپوءِ اورنگزيب ۽ دارا ۾ تخت جي حاصلات لاءِ گهرو ويڙهه شروع ٿي وئي. اورنگزيب دارا جي پٺيان هٿ ڌوئي پيو، مختلف معرڪن ۾ دارا شڪوه جو فرزند سليمان شڪوه، جرنيل جئه سنگهه ۽ دارا شڪوه کي شڪستون کائڻيون پيون. نتيجي طور دارا کي صحرا صحرا، بستي بستيءَ ڀٽڪڻو پيو. هو دهليءَ کان لاهور، سنڌ ۽ گجرات کان ٿيندو راجپوتانا هليو ويو جتي مارچ 1659ع ۾ راجپوتن جي مدد سان ديورا وٽ هن جو اورنگزيبي لشڪر سان مقابلو ٿيو پر ڪيس ناڪامي نصيب ٿي ۽ آخرڪار 'ملڪ جيوڻ' غداريءَ سان ڪيس گرفتار ڪرائي اورنگزيب جي حوالي ڪيو. اورنگزيب هٿ ٺوڪي شرعي عدالت کان دارا جي خلاف ڪفر جي فتويٰ حاصل ڪري ڪيس مارائي ڇڏيو. ان کانپوءِ هن سرمد کي به مارائڻ جو سوچيو پر سرمد جي عوامي مقبوليت کان خائف هو، ڇو ته ڪيس خبر هئي ته سرمد جي هڪ اشاري سان دهلي شهر اٿي کڙو ٿي سگهي ٿو. سرمد جي وڌندڙ عظمت ۽ شهرت اورنگزيب ۽ سندس درٻاري دلالن ۽ خوشامدي شرعي عالمن جي اک ۾ ڪنڊو ٿي چڀڻ لڳي. هو سرمد کي هڪ باغي ۽ شهنشاهيت لاءِ خطرناڪ ماڻهو سمجهڻ لڳا. درٻاري ملا عبدالقويءَ سرمد تي پنهنجي همنوا ملن طرفان الزام لڳائڻ شروع ڪيا. ملا قوي اورنگزيب جو پيارو درٻاري هو. اورنگزيب ڪيس سرمد ڏانهن موڪليو ته هو ڪيس اگهاڙي رهڻ کان منع ڪري. جڏهن ملا قوي اورنگزيب کي ان ڳالهه کان منع ڪئي ته هن ڪيس مخاطب ٿي چيو ته: 'هر چند که من ضعيف و شيطان قوي است' مطلب ته "آءُ جيتوڻيڪ ڪمزور آهيان، پر شيطان 'قوي' آهي." اهو جملو ذومعنيٰ هو: (1) شيطان سگهارو/ قوي آهي، (2) قوي (ملا قوي) شيطان آهي. ملا قويءَ جو اندر سڙي ويو ته سرمد هيٺين رباعي پڙهي:

آن ڪس ڪه ترا تاج جهان باني داد،
مارا همه اسباب، پريشاني داد،
پوشاڪ لباس، هر ڪرا عيبي ديد،
بي عيبان با لباسِ عرياني داد.

(جنهن تو کي هي جهان جو تاج ڏنو آهي،
تنهن اسان کي پريشانيءَ جو سامان ڏنو آهي،
جيڪي عيبدار آهن، تن کي مالڪ لباس سان ڍڪي ٿو،
مون جهڙن بي عيبن کي اگهاڙپ سان نوازي ٿو.)

مولانا ابوالڪلام لکيو آهي ته، "سرمد جي اگهاڙپ سندس دنياوي لاڳاپن کي ترڪ ڪرڻ جو ظاهري اشارو هو ۽ سندس انتهائي مسڪيني جذبي ۽ عاجزيءَ جو نشان هو."

چون ٿا ته خود اورنگزيب، سرمد سان مخاطب ٿي ڪيس چيو هو ته: "تو اڳڪٿي ڪئي هئي ته شاهجهان کان پوءِ دارا دهليءَ جي شاهي تخت تي ويهندو، پر هاڻي تنهنجو پيارو دارا ڪٿي آهي؟"

سرمد وڏي دليريءَ سان ڪيس وراڻيو: "الله تعاليٰ ڪيس (دارا کي) لافاني تخت ۽ ابدي سلطنت عطا ڪئي آهي، منهنجي اڳڪٿي غلط ثابت نه ٿي آهي. تون دارا کي ڏسي نه ٿو سگهين، ڇو ته تو سلطنت تي قبضو ڄمائڻ لاءِ پنهنجي ڀاءُ جي موت جو سهارو ورتو آهي. ان کان سواءِ تو ٻيا به ڪيترا ظلم ۽ ستم ڪيا آهن؟"

جڏهن سرڪار ۽ درٻار سرمد جي اگهاڙپ کي ڏوهه ۽ قتل لائق سزا ثابت نه ڪري سگهي ته ڪيس گرفتار ڪري ملا قويءَ جي عدالت ۾ آندو ويو ۽ مٿس چار الزام مڙهيا ويا:

(1) هو ننگو رهي ٿو جيڪا ڳالهه شريعت جي خلاف آهي
(2) هو دارا جو همدرد ۽ حمايتي رهيو آهي،
(3) هو اڌ ڪلمو 'لا اله' پڙهي ٿو ۽ مڪمل ڪلمو نه ٿو پڙهي.
(4) هو 'معراج النبي ﷺ' جو مُنڪر آهي.

سرمد اگهاڙپ جو جواب اهو ئي ساڳيو ڏنو. جيڪو اڳ به ملا قويءَ کي ڏئي چڪو هو. دارا جي 'روحاني سلطنت' جو ته هو اڳ به قائل هو. ۽ الزام وقت به سندس ساڳيو جواب هو. اڌ ڪلمي بابت سرمد چيو ته: "آءُ بيشڪ اڌ ڪلمو 'لااِله' پڙهندو آهيان، ڇو ته مون اڃا تائين الله جو

ديدار نہ ڪيو آهي، آءُ نفيءَ ۾ آهيان ۽ اثبات جي منزل ڪي نہ پهتو آهيان. جڏهن محبوبِ خدا صلعم جو روبرو ديدار ڪندس تڏهن مڪمل ڪلمو طيب پڙهندس، ۽ معراج بابت سرمد هيلين رباعي پڙهي:

هرڪس ڪہ سر حقيقتش باور شد،
اوپهن تراز سپهر پنها ور شد،
ملا گويد بر فلڪ شد احمد،
سرمد گويد فلڪ بہ احمد شد.

(جنهن بہ هن حقيقت کي حاصل ڪري ورتو،
اهو وسيع آسمان کان وسيع تر ٿي ويو،
ملا چوي ٿو تہ احمد آسمان تي ويو،
سرمد چوي ٿو تہ آسمان احمد اندر آهي.)

نيٺ سرمد تي موت جي سزا صادر ڪئي وئي. سندس قتل جي فتويٰ خميس جي ڏينهن ڏني وئي ۽ سندس قتل جي نماءَ لاءِ جمعي جو ڏينهن مقرر ڪيو ويو. اهو 62-1661ع جو خوني سال هو. (حوالو: هينسن: The Peacock Thrown، ص: 410)

سرمد جي قتل جي مڪمل تياري ڪئي وئي، سڄو شهر فوج جي حوالي ڪيو ويو ۽ ماڻهن ۾ دهشت پکيڙي وئي تہ قانون ڪنهن جو بہ لحاظ نہ ڪندو. هندستان جي گاديءَ واري شهر ماتمي لباس پاتو (حوالو: A History of Sufism in India، جلد ٻيو، ص: 485، رضوي).

جمعي جي ڏينهن جامع مسجد دهليءَ جي ڏاڪڻ وٽ هڪ مٿانهون دڪو ٺاهيو ويو. شهر ۾ سرمد جي قتل لاءِ پڙهو گهمايو ويو. جامع مسجد وٽ ماڻهن جو وڏو ميڙ جمع ٿي ويو. هر اک آلي هئي، هر دل روئي رهي هئي. سرمد کي فوجين جي پهري هيٺ لال قلعي مان آندو ويو. ماڻهن جو وڏو هجوم سندس اڳيان ۽ پٺيان هو. سرمد بي فڪريءَ سان اوچي ڳاٽ هڪ سچي عاشق وانگر چڙهڻ تہ محبوب حقيقيءَ ڏانهن مستن وانگر جهومندو، رباعيون ڳائيندو آيو. سندس چهري تي عجيب جلال هو. سرمد کي قتل جي دِڪي تي آڻي ويهاريو ويو. سندس اکيون ۽ ٻانهون آسمان ڏانهن کڄيل هيون. جلاد اگهاڙي تلوار هٿ ۾ کڻي سرمد ڏانهن وڌيو. هن دستور موجب سرمد جي چهري کي ڪپڙي سان ڍڪڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هن انڪار ڪيو ۽ جلاد کي مخاطب ٿيندي چيائين: "فدائ تو شدم بيابيا، ڪہ تو بهر صورتي مي آئي، من ترا خوب مي شناسم." (مان توتان صدقي! اچ اچ! تون ڪهڙي بہ صورت ۾ اچين ٿو، مان تو کي سڃاڻان ٿو.)

اورنگزيب جو مير منشي عاقل خان غازي لکي ٿو تہ سرمد قتل کان اڳ هي شعر پڙهيو:

عرياني تن بود غبارِ رهِ دوست!
آن نيز بہ تيغ از سرها وا ڪردند.

(منهنجي جسم جي اگهاڙپ دوست جي راهہ ۾ گردو غبار هئي،
جلاد تلوار سان منهنجو ڪنڌ ڪپي ان گرد کي جدا ڪري ڇڏيو.)

ايترو چئي سرمد ڪنڌ کي نوائي، هيلين شعر پڙهيو ۽ ڪنڌ تلوار هيٺان ڏئي ڇڏيو. جلاد تلوار جي هڪ ڌڪ سان سندس سر کي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيو:

شوري شدم از خوابِ عدم چشم ڪشوديم،
ديدم ڪہ باقيست شبِ فتنہ هاغنوديم.

(شور ٿيو ۽ مون عدم جي خواب مان اک کولي،
ڏٺم تہ فتني جي رات اڃا باقي آهي، ۽ ٻيهر سمهي رهيس.)




سرمد شهيد جي مزار جو اندريون ڏيک

مولانا ابوالڪلام آزاد لکيو آهي تہ:

"اسلام جي تيرهن سؤ سالن جي تاريخ ۾ مذهبي مهندارن ۽ قاضين جو قلم، ۽ جلاد جي تلوار هزارين حق پرستن جي رت وهائڻ جا ذميوار رهيا آهن. جڏهن بہ بادشاهہ جي سر تي حق پرست جي رت وهائڻ جو ڀوت سوار ٿيندو آهي تہ فقيهن جو قلم ۽ سپهہ سالار جي تلوار گڏوگڏ هلندا آهن." سرمد ڀيري پڻ ائين ئي ٿيو.

'رياض الشعراء' جو ليکڪ ولي داغستاني سرمد جي شهادت کان ڪجهہ سال پوءِ سندس مزار تي حاضري ڏيڻ ويو تہ هن تربت کي گلن سان ڍڪيل ڏٺو. روزانو بيشمار عقيدتمند سندس مزار تي عقيدت جا گل نڇاور ڪرڻ ايندا هئا. داغستاني لکي ٿو تہ: "منصور ثاني سرمد جي تربت کي سائو گاهہ سڄو سال ڍڪي ڇڏيندو آهي، جيڪو ڪڏهن بہ نہ سُڪندو آهي، سرمد جو روح بہ سندس حياتيءَ وانگر بلڪل تازو توانو رهيو ۽ شهادت کان پوءِ بہ ڪڏهن نہ ڪوماڻو."

سرمد جو قتل، لافاني روح جي فاني جسم تي فتح جي بي مثال شهادت هئي. سرمد جهڙا صوفي تاريخ جي ورقن تي ڳاڙهن اکرن وانگر ٻرندا رهندا.

سرمد فارسيءَ جو قادرالڪلام شاعر هو. هن مثنوي ۽ غزل جي صنفن ۾ شاعري ڪئي آهي. سرمد جي شهادت جو ذڪر سنڌ جي

صوفي شاعريءَ کان وٺي جديد شاعريءَ تائين موضوع سخن رهيو آهي. شيخ اياز پنهنجي شاعريءَ ۾ سرمد کي هن ريت خراج عقيدت پيش ڪيو آهي:

مُلان پنهنجي عماميءَ ۾
سوچي، ڏاڙهي نوچي
سرمد ڇا ٿو سوچي؟

دِليءَ جون ديوارون سوچن
چنڊ قطب مينار مٿان آ،
ڏرتيءَ تي دستارون سوچن؛
مجري مجري جي پايل ۾
ڇَم ڇَم جون ڇنڪارون سوچن
قلعي قلعي اک نہ جهپڪي،
رات لڙيءَ للڪارون سوچن
هٽ هٽ خوني خنجر سوچي
تارونءَ ۾ تلوارون سوچن
دارا جي تقدير نہ سوچي
هونءَ تہ سڀ درٻارون سوچن
سرمد ڇا ٿو سوچي؟
هن عريانيءَ جي جامي ۾،
لونءَ پئي ڇا لوچي؟
مُلان پنهنجي عماميءَ ۾
سوچي، ڏاڙهي نوچي
سرمد ڇا ٿو سوچي؟

**سرمستاڻي بلوچ قبيلو:** بلوچستان سان تعلق رکندڙ سرمستاڻي بلوچ قبيلي کي عام ٻولي ۾ 'لورو' ڪوٺيو وڃي ٿو. عام طور تي ان قبيلي سان تعلق رکندڙ ماڻهن جو ڪم لوهارڪو آهي. لوهارڪو ڪم کين وڏن کان ورثي ۾ مليو آهي. هن قبيلي جا ماڻهو لوهہ جي ٽڪرن مان مختلف ڪم ڪارين ۾ استعمال ٿيندڙ اوزار ٺاهيندا آهن، جن ۾ گهوٻو، ڏاٽو، ڇري، ڪاتيون، ڪات، ٽڪٽي، والو هار، ڪهاڙيون، توا ۽ ٻيون ڪيترن ئي شيون ٺاهي روزگار ڪندا آهن. انهيءَ قبيلي ۾ تعليم جو رجحان تمام گهٽ آهي. انهيءَ جو اهم سبب اهو آهي تہ اهي هر ڇهين مهيني ڪانپوءِ لڏپلاڻ ۽ نقل مڪاني ڪندا رهن ٿا. سياري جي مند ۾ سنڌ ۾ اچي رهن ٿا. جڏهن سنڌ ۾ گرمي جي مند شروع ٿي تہ هن قبيلي جا ماڻهو بلوچستان جي سرد علائقن، جهڙوڪ: ڪوئيٽا، خضدار، پشين، قلات ڏانهن رخ ڪندا آهن. سرمستاڻي بلوچ قبيلي جا ماڻهو لوهارڪي ڪم کان علاوه خوشين واري موقعن تي دهل بہ وڄائيندا آهن، جنهنڪري انهن کي 'لوري' سڏيو ويندو آهي. هن قبيلو جي ماڻهن ۾ ايڪي ۽ ٻڌي جو رواج تمام مضبوط آهي.

**سرمو:** هيءُ جبل جي پيدائش، ڪاري رنگ جي چمڪندڙ پٿر مان سنهو پيهين حاصل ڪبو آهي. سرمي کي اکين ۾ پائڻ سان اکين جي



نظر وڌندي ۽ اکين کي طاقت ملندي آهي. ڌڪ لڳڻ سبب رت نڪري پئي تہ پيتل سرمو وجهڻ سان رت وهڻ بند ٿي ويندو آهي.

**سرمو ستارو:** هي هڪ ڀرت جو قسم آهي، جنهن ۾ مڪي، ستارن، دٻڪن ۽ هرمچ جو ڪم شمار ٿئي ٿو. سنڌ ۾ هي ڀرت خاص ڪري نياڻين جي ڏاج ڏيوڻ جي ڪپڙن لٽن تي ڀرايو ويندو آهي ۽ هن ڀرت سان ڀريل ڪپڙا وغيره مٽن مائٽن کي تحفي طور پڻ ڏنا ويندا آهن. هي ڀرت وڏي شوق سان گهر جي سينگار وارن ڪپڙن، جهالرن، وهاڻن جي ڇوهين، چادرن ۽ دسترخوان جي چادرن وغيره تي ڌري جي ڪم ۾ سرمي ستاري ۽ ڌورن سان ڀرايو ويندو آهي. هن ڀرت کي ڀرڻ وقت ڪپڙي کي ڪاٺ جي قالب (فريم) يا ڪارچوب جي مدد سان ڇڪي ٽانڪي ٻڌبو آهي، جنهن بعد ڀرت جي سامان کي ونڊي، ورڇي، اڪريل نقاشي موجب سئيءَ سان پڪين، گلن، ٻوٽن ۽ عمارتن وغيره جي ڀرپ ڪبي آهي. هن ڀرت کي سنڌ توڙي دنيا جي ٻين ڪيترن ئي ملڪن ۾ تمام گهڻي اهميت ڏني وڃي ٿي. هن ڀرت سان ڀريل ڪپڙا نهايت ئي خوبصورت ٿيندا آهن، جيڪي عورتون وڏي شوق سان پائينديون آهن. ڳوٺن جون عورتون هن هنر جي پنهنجي گهر مان سکيا حاصل ڪنديون آهن. اهو عمل ٻالا پڻ کان شروع ٿئي ٿو ۽ سنڌ جي عورتن ۾ نسل در نسل هلندو اچي. هن ڀرت کي نهايت ئي شاندار سمجهيو وڃي ٿو، جنهنڪري هن ڀرت وارا ڪپڙا عام ڪپڙن جي ڀيٽ ۾ گهڻا مهانگا ٿين ٿا.

**سرميداڻي يا آنرو:** سرميداڻيءَ کي آنرو بہ چوندا آهن، جنهن ۾ پيئل سرمو وجهي رکبو آهي. اڳئين زماني ۾ اهي پتل، لوهہ، ٽامي، بلور وغيره مان ٺهنديون هيون ۽ اڄڪلهہ گهڻو ڪري اسٽيل ۽ شيشي جون ٺهيل سرميداڻيون عام آهن. سرميداڻيءَ جو منهن وارو حصو صراحيءَ وانگر ڊگهو هوندو آهي، جنهن ۾ لسي ڪاني يا سرائي ڦيري سان ڦاسائي اٽڪائي بيهاري ويندي آهي. سرمي داڻيءَ کان ڪجهہ ننڍي سرمو



رکڻ واري ٿول کي آنرو به چيو ويندو آهي. سنڌ جي ڳوٺن ۾ گهڻو ڪري گهر گهر ۾ سرمي داڻيون توڙي آنرا استعمال ڪيا ويندا آهن. سرمي پيهڻ واري ٿانوَ کي 'پيڙي' چيو وڃي ٿو. جيڪو بناوت ۾ به پيڙيءَ واري شڪل جهڙو ٿئي ٿو ۽ پٿر مان گهڙيل هوندو آهي پر گهڻو ڪري سرمو پٿر مان گهڙيل ڪرلن ۾ پڻ پيهيو ويندو آهي. سرمو هار ۽ سينگار جو حصو سمجهيو ويندو آهي. سنڌ جي خاص ڪري ٻهراڙين ۾ جڏهن ڪو ٻار ڄمندو آهي ته ان لاءِ سرمي داڻي يا آنرو ڌار وٺي رکيو ويندو آهي، جنهن مان صرف ان ٻار جي اکين ۾ سرمو وڌو ويندو آهي. شادين مرادين ۾ مائٽ پنهنجي ڌيئرن توڙي پٽن کي ڏاج يا سامان ۾ به سرمي داڻي يا آنرو ضرور ڏيندا آهن. جيڪو سنڌ جي پراڻي رواج ۾ شامل آهي. سنڌ ۾ مختلف هنڌن تي سرمي داڻيون ٺاهيون وڃن ٿيون. پر ڏهرڪي شهر ۾ ان صنعت کي اوج مليو. اڄڪلهه سرمو گهٽ استعمال ٿيڻ سبب سرمي داڻيءَ جو استعمال به گهٽ ٿي چڪو آهي.

**سر ۾ سانجهيءَ وير** (ڪتاب): هي ڪتاب نامياري قومپرست اڳواڻ ۽ اديب عبدالواحد آريسر جي مضمونن تي مشتمل آهي، جيڪي گهڻي ڀاڱي هن ارغونن ۽ ترخانن جي دور ۽ ارغونن ۽ مغلن سان مهاڏو اٽڪائيندڙ سنڌ جي جانباز ۽ بهادر مانجهي مڙسن تي لکيا آهن. ڪتاب جي پيش لفظ ۾ ليکڪ ارغون ۽ مغل دور جو تفصيلي جائزو پيش ڪيو آهي. ڪتاب جو انتساب ليکڪ هن ريت ڪيو آهي: "انهن جي نالي، جي واٽن تي ويهي رهيا، پنڌ ڏاڍو پري آهي، پانڌيئڙا." ڪتاب ۾ آيل تفصيلي مضمونن ۾ (1) ٺٽي تي قبضي ڪانپوءِ آزاديءَ لاءِ سنڌين جي پهرئين ڪوشش، (2) آزاديءَ لاءِ سنڌين جي جدوجهد ، (3) سنڌ جي آزاديءَ جي لاءِ ٽئين ويڙهه، (4) آزاديءَ جي لاءِ سنڌين جي چوٿين جدوجهد، اهم ۽ تاريخي حيثيت رکن ٿا. اهڙيءَ طرح قبل مسيح جي زمانيڪان ويندي ارغونن ۽ مغلن جي دور تائين ويڙهه ڪندڙ جهونجهار مڙسن جو ذڪر ڪيو ويو آهي، جن ۾ راجا سامبس، ڄام صلاح الدين، ڄام هيبت خان، مريد جت، ڄام ڪنگهار، حاجي جوکيو، مناهين دل، موندر خان چانڊيو، توتان نوحاڻي، ناٿالو نوحاڻي، قاسم باريجو، مير پنهور، دائود شورو، اسماعيل، شورو، جهونجهار شورو، يوسف سميجو، پريو انڙ، طالب انڙ، لاکو انڙ، ميان نصير محمد ڪلهوڙو، ميان دين محمد ڪلهوڙو، فيروز فقير ويڙ شامل آهن. پيش لفظ ۾ ليکڪ لکي ٿو ته: "ان دور ۾ اگرچه بيشمار سنڌي مادر وطن جي حب ۾ قتل ٿيا، ليڪن سنڌ جي چپي چپي تي مغل سپاهين جي لاشن کي ڪتن جو کاڄ بڻائي ڇڏيائون. مغليه دور حڪومت ۾ سنڌين جي اها شاندار، بهادرانه، حب وطن سان معمور جنگ دنيا جي تاريخ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي، جيڪا بنا ڪنهن مرڪزي قيادت ۽ بنا ڪنهن بادشاهه، حڪمران، سلطان يا ڄام جي اڳواڻيءَ ۾ وڙهي وئي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي تاريخ تي مڙهيل هڪ دور جي ڀرپور عڪاسي آهي. ڊيمي سائيز جي 109 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت پندرنهن روپيا آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو جنوري 1981ع ۾ پنيور اشاعت گهر حيدرآباد پاران ڇپجي پڌرو ٿيو ۽ ٻيو ڇاپو 1987ع ۾ ڇپيو.



**سرندو** (تارن وارو ساز): هي هڪ تارن واري ساز جو قسم آهي، جيڪو سمورو ڪاٺ جو ٺهيل هوندو آهي. سُر جي مناڻ لاءِ هن کي لوهيڙي جي ڪاٺ مان ٺاهيندا آهن. پر ٽالهي ۽ ٻاهڻ سان به ٺاهين



وڄائڻ واري گزي لئيءَ جي ڪاٺيءَ مان ٺاهين، جنهن ۾ گهوڙي جي پڇ جا وار ٻڌي سُرندي کي سورين. سرندي جو ذڪر شاهه جي سُر سورٺ ۾ گهڻو ملي ٿو. جنهن ۾ ڄاڻايل آهي ته ٻيجل سرندي جو وڏو ماهر هو. جنهن ڏياچ وٽ سرندي وڄائڻ جي دان ۾ سندس سِسِي گهُري جيڪا هن خوشي سان لاهي ڏني. هن ساز سمن جي دور ۾ تمام گهڻي شهرت حاصل ڪئي. ميان نصير محمد ڪلهوڙي لاءِ چون ٿا ته هن ان جا سُر سنواريا. اڄ به ميان نصير محمد ۽ گاجي شاهه تي سرندو تمام گهڻو وڄايو وڃي ٿو. هي ساز ڪاٺ کي کوٽي ٺاهيو ويندو آهي. هن جو پيٽ گهڻو اونهو ۽ فقير جي ڪشڪول وانگر ٿيندو آهي. ٻين سازن وانگر هن تي ڪل ڪونه چڙهندي آهي. سامهون وارو وڏو حصو کليل هوندو آهي. رباب وانگر هن جون پاسيريون نڪتل هونديون آهن. وڄائڻ جو سنَءُ ستار جهڙو اٿس. گز ڪماني وانگر مڙيل هوندو آهي، جنهن کي کهري ڪرڻ لاءِ ميڻ هنيو ويندو آهي. هڪ هٿ سان تارن تي گزگزي هلائبي آهي ۽ ٻئي هٿ سان تارن کي ڇهبو آهي. هن ۾ 11، 12 اڃا به 13 تارون ٿينديون آهن. پهرين، ٻين ۽ ٽئين تار وڌيڪ استعمال هيٺ رهن ٿيون. سرندي جي تارن کي موسيقيءَ جي زبان ۾ هيٺين نموني تشريح هيٺ آڻي سگهجي ٿو.

1. **زبان:** اهم تار جيڪا تار آستان جي 'سا' ڏئي، 2. **گهور:** مڌم آستان جي 'سا' ڏئي، 3. **ٻاهريون گهور:** مڌم استان جو پنچم ڏئي، 4. **انگ:** تيور ريکب، مڌم استان ڏئي، 5. **چڙهيو انگ:** مڌم استان گنڌار ڏئي،

6. **ٻاروچو انگ:** مڌم اسٿان جو شڌ مڌم ڏئي، 7. **ٽيپ** ۾ جيڪا مڌ اسٿان جو پنچم ڏئي، 8. **چاڙهي ٽيپ:** مڌ اسٿان جو تيوڙ گنڌار ڏئي، 9. **چڙهيو گهور:** مڌ اسٿان جو تيور نکاد ڏئي. سرندي وڄائڻ جا ڪيترائي انگ ۽ نمونا آهن.

**(الف) لهرا:** جاڳر جا لهرا، ميان والي لهرا، گاجي شاهه جا لهرا وڄائجن ٿا. سَمُوري ميان نصير محمد ڪلهوڙي جو ايجاد ڪيل لهرو آهي. گاجي شاهه جو لهرو درگاهه گاجي شاهه تي فقير اجا به وڄائين ٿا. جاڳر جا لهرا اڪثر ڪري جن ڪڍڻ لاءِ فقير وڄائيندا آهن. قلندر جا لهرا جيڪي قلندر لعل شهباز رحه ڏانهن منسوب ٿيل آهن. جهول جا لهرا جيڪي لاڙ ۾ مشهور آهن ۽ لاڙ جا فنڪار وڄائين ٿا. ان ڪانسواءِ لوڙائو لهرا گهڻو ڪري بيتن يا ڏور ڏيندڙن سان، بيت يا ڏوهيري ۾ وڄايا وڃن ٿا.

(ب) دادو، لسٻيلي ۽ ڪراچي جا سرندي نواز خاص گهت سان ڀرندو وڄائين ٿا، جيڪو گهڻين ڳالهين ۾ مختلف آهي. وڄت ۾ ماڏون، چپري وصل جي وڄائڻ جو پنهنجو پنهنجو نمونو آهي. بلوچي وڄائڻ جو پنهنجو نمونو آهي. هاڻي ته ماڊرن آرڪيسٽرا ۾ به سرندي کي شامل ڪيو ويو آهي.

سرندو سنڌ جو قديم ساز آهي، جيڪو اڄ به راڳ رنگ ۾ ٻين سازن سان گڏ وڄايو ويندو آهي، سرندي جي سرن ۾ سراپا سوز ۽ درد آهي. سرندي جي ٻين سازن جي مقابلي ۾ هڪ الڳ سڃاڻپ ۽ حيثيت آهي، جو اهو ساز صديون اڳ ٻيجل چارڻ گرنار جي راجا راءِ ڏياچ جي سرونڻ لاءِ وڄايو هو. سنڌ جي عظيم مفڪر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي سر سورٺ ۾ ٻيجل جي انهيءَ ايجاد ۽ ايجاد جي مقصد، راجا راءِ ڏياچ جي سر ڪپڻ توڙي راءِ ڏياچ جي منفرد سخاوت سان سر ڏيڻ ۽ سنڌس ونيءَ سورٺ جي انهيءَ صدمي ۾ تڙپڻ روئڻ جو سمورو درد بيان ٿيل آهي. سرندي جي لاءِ مشهور آهي ته انهيءَ ساز جي سرن تي سنڌ جي هڪ راجا سرڏنو هڪ مگتي سرن جي صدائن سان ڪا جنگ جيتي. روايت آهي ته راءِ ڏياچ جي دؤر ۾ هڪ راجا انيراءِ شرط رکيو هو ۽ شهر ۾ سون جا ٿالهه ڪٽي پڙهو ڏياريو هو ته جيڪو به راجا راءِ ڏياچ جو سر ڪپي ايندو ان کي مالا مال ڪيو ويندو.

ٻيجل جي زال اهو ٻڌي ٿالهه وٺي رکيو ۽ هام هڻي ته سندس مڙس راجا راءِ ڏياچ جو سر ڪپي ايندو. جڏهن ٻيجل کي ان ڳالهه جي خبر پئي، تڏهن هو پنهنجي زال جي اهڙي عمل تي بيحد پريشان ٿيو پر نيٺ هن راءِ ڏياچ جي درٻار ۾ وڃي سرندي جا اهڙا ته سر وڄايا جو راجا واعدو ڪري ويٺو ته جيڪو گهرندين سو ملندءِ. نيٺ ٻيجل جي سرن وڃي منزل ماڻي. سرن جي سوداگريءَ جو هي نرالو قصو ٻڌي سورٺ چرڪي وئي. گرنار سوڳوار ٿي ويو پر نيٺ راءِ ڏياچ پنهنجو سر تيز ڌار واري اوزار سان ڪپي ڏيئي پنهنجو نالو دنيا جي ماضي توڙي حال جي سخاوت ۾ منفرد انداز ۾ رقم ڪري ڇڏيو. پوري دنيا جي تاريخ جا پنا اٿلائي ڏسبا ته راءِ ڏياچ ڪانسواءِ ڪٿي به ڪو اهڙو مثال نه ملندو ته ڪنهن راجا سرن تي سر ڏنو هجي. ٻيجل سنڌ ۾ سرندو وڄائڻ ۾ بي مثل هو.

سنڌ ۾ جوڳي جوهيءَ وارو علي محمد لنگهو ڏريچي وارو (وفات 1955ع)، لونگ پٽ سومر، محبوب فريدآباد وارو ۽ فقير عثمان لس وارو سرندي جا بهترين وڄائڻ وارا رهيا آهن.

**سرنگهه، پرنانگ** Clouber Playtyceps Rhodorhachis: هي هڪ بلا جو قسم آهي. هن جو رنگ ميٽائون يا ڳاڙهاڻ مائل ٿيئي ٿو. جسم تي 60 يا 75 چٽ يڪسان طور تي هلڪي ڪاري رنگ جي چلر سان نهي ملن ٿا. جسم جو پويون حصو عام طور تي هلڪو ۽ ڪڏهن ڪڏهن سڄي بلا ساڳي رنگ جي هلڪي ڪاري هوندي آهي. پيٽ اڇو ۽ پويون حصو ميٽائون هوندو اٿس.



هي بلا عام طور تي جابلو علائقن ۾ پٿرن ۾ رهندي آهي. خطري وقت هڪدم سوڙهين وٿين ۾ گهڙي ويندي آهي. ڏينهن جو سرگرم رهندي آهي ۽ تمام تيزيءَ سان حرڪت ڪندي آهي. ڪرڙيون ڪائيندي آهي. طبيعت ۾ خار باز آهي ۽ پڪڙجڻ تي مقابلو ڪندي آهي. ترڪستان، شام، عرب ۽ پاڪستان ۾ لداخ کان وٺي سنڌ جي جابلو علائقن تائين ملي ٿي. ميداني علائقن ۾ نظر نه ٿي اچي.

**سرن واري ڍنڍ:** هي ڍنڍ سانگهڙ ضلعي جي تعلقي چوٽيارين ۾ پولوءَ واري ڍنڍ جي اولهه ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ جي پکيڙ پنج ڪلوميٽر ڊگهي ۽ 3 ڪلوميٽر ويڪري آهي. هن ڍنڍ جي اوپر ۾ هڪ تمام اونچي پٽ آهي ۽ وچ ۾ پڻ ننڍا ننڍا ٻيٽ اٿس، جيڪي خوبصورت ۽ وڻندڙ منظر پيش ڪن ٿا. ڍنڍ ۾ مڇي گهڻي مقدار ۾ ماري ويندي آهي. هي ڍنڍ واڳن جي حوالي سان به مشهور آهي، جيڪي گهڻا ته شڪارين جو شڪار ٿي ويا آهن، پر پوءِ به هن وقت تائين ڪجهه واڳون هن ڍنڍ ۾ موجود آهن.

**سرنهن** (Mustard): سرنهن جو فصل سنڌ جي اهم تيلي ٻجن ۾ شمار ٿئي ٿو سرنهن کي اردوءَ ۾ سرسون، انگريزيءَ ۾ Mustard ۽ لاطينيءَ ۾ Brassica Campestris چيو ويندو آهي. سرنهن جي ٻوٽي جو قد ٽن ڪان چئن فوٽن تائين ٿئي ٿو. هن جو گُل تلهو ۽ لسو ٿيندو آهي، جنهن تي



اچي پائوڊر جو تھ چڙھيل ھوندو آھي. ھن جو پن ويڪرو ۽ ڏانڊي وانگر چيريل ھوندو آھي. ھن جي گلن جو رنگ ڦڪو ٿيندو آھي. سرنھن جو ٻج ننڍو ۽ رنگ جو ڪارو يا ناسي ۽ ڦڪو ھوندو آھي. ھن ۾ ايس-9 سني جنس آھي. ھن جي ٻج مان 35-40 سيڪڙو تيل ملي ٿو. ھن جو تيل ڪاٺڻ، دوائن، صنعتي ڪارخانن ۾ ڪم ايندو آھي. ھن جو تيل وارن ۾ مکڻ لاءِ بہ ڪم ايندو آھي. ھن جي ٻجن مان نڪتل ڪڙ مال کي کارائبي آھي يا پاڻ طور استعمال ٿيندي آھي.

**پوکيءَ جو طريقو:** ھن فصل لاءِ لٽاشي ۽ ھلڪي زمين سٺي آھي. زمين کي 2-3 سڪي جا ھر ڏئي ٻارا ٻڌجن، 8 ايڪڙ انچ ريج جو پاڻي ڏجي. زمين وٽ ۾ اچي تہ بہ سائي جا ھر ڏئي، زمين کي ڍڪي ڇڏجي. ھن جي پوکي جو وقت آڪٽوبر ۽ نومبر جو مھينو آھي. جيڪڏھن سرنھن کي دير سان پوکيو ويندو تہ ان تي مھلي ۽ جيتن جو حملو ٿي ويندو آھي، تنھن ڪري ھن کي وقت تي پوکڻ ضروري آھي. سرنھن لاءِ ھڪ ايڪڙ تي 2 کان 3 ڪلوگرام ٻج ڪافي ھوندو آھي. ھن کي ڇٽ يا ناڙي وسيلي پوکي سگھجي ٿو. ناڙي ڪرڻ وقت قطارن جي وچ ۾ وٿي 16 کان 18 انچ ۽ ٻوٽن جي وچ ۾ مفاصلو 2-4 انچ ھئڻ گھرجي. سرنھن گھاٽي ڄمي تہ ان کي ڇدو ڪرڻ گھرجي. سرنھن کي 30 ڪلوگرام نائٽروجن في ايڪڙ تي ڏيڻ گھرجي. ھن فصل کي ڪل 16 کان 18 انچ پاڻي ڏيڻ گھرجي. ھن کي پھريون پاڻي 35-40 ڏينھن ڪانپوءِ ڏيڻ گھرجي. ھن فصل جو لابارو 3 کان 4 مھينن ڪانپوءِ تيار ٿي ويندو آھي.



سرنھن جي لاباري ڪرڻ جو سٺو وقت تڏھن آھي جڏھن ھن جي ڦرين جو رنگ سائي مان بدلجي سونھري ٿيڻ شروع ڪري، لاباري ڪانپوءِ ھن جو گاھ ڪبو آھي. سرنھن جي سٺين جنسن جي سراسري في ايڪڙ پيدائش 15 کان 16 مڻ آھي. باقي ٻين رواجي جنس جي سراسري في ايڪڙ پيدائش 7 کان 8 مڻ آھي.

**سرڻ/ ھِل** (پکي): وڏن پرن ۽ ڇانگيي پڇ واري، گھٽو مٽي اڏامندڙ ھن شڪاري پکيءَ کي انگريزي زبان ۾ Common House Kite، اردوءَ ۾ چيل سائنسي زبان ۾ Milvus Migrans Govinda ۽ سنڌيءَ ۾ سرڻ يا ھِل سڏجي ٿو. عام طور دنيا ۾ سرڻيون ٻن رنگن ۾ ملن ٿيون: ھڪڙيون ڪاريون ۽ ٻيون ڀاڙھيون. ڀاڙھيون سرڻيون سنڌ ۾ ڪونہ ٿين ۽ دنيا ۾ انھن جو تعداد بہ گھٽ ٿيندو آھي، جڏھن تہ ڪاريون سرڻيون دنيا ۾ جھجھي تعداد ۾ ٿين ٿيون. سنڌ ۾ عام طور اڏامنديون نظر اينديون آھن. ڪاريون سرڻيون



ڀاڙھين سرڻين کان بت ۾ ھلڪيون يعني 13 کان 24 انچن جون ٿينديون آھن. ھنن جو مٿيون حصو پورو ۽ پچ جو ھيٺيون حصو ۽ پيٽ اڇو ٿيندو آھي. ڪنڌ واري حصي تي گھرو ڪارو داغ ھوندو آھي، جيڪو اڏام کان سواءِ ويٺل حالت ۾ بہ واضح طور نظر ايندو آھي. ھن پکيءَ جون اڪيون ڀاڙھسريون ھونديون آھن.

پنجاب ۽ سنڌ جي علائقن ۾ نسل جي واڌويجھہ ڪنديون آھن. ھين سرڻن جي عام غذا وانگر ھي بہ تڏ، جھينگا، چچيون، ڪوئا، نانگ، ڏيڏر ۽ ٻيا پکي شڪار ڪري کائينديون آھن.

**ڪاري سرڻ، ڪاري پريا سرڻ ۽ ڪاري ڪن سرڻ:** اھي ھڪ ئي ڪٽنب جون ٽي ننڍيون جنسون آھن. بالغ سرڻ جي ڳچيءَ ۽ مٿو ھئي اڇا ھوندا آھن، جن تي ڪاري رنگ جون سنھيون ليڪون ھونديون آھن. مٿيون حصو ھلڪو پورو ۽ پيٽ گھري پوري رنگ جو ھوندو آھي. اھي سرڻيون بلوچستان جي اوير وارن علائقن ۾ بيضا ڏينديون آھن. ليڪن سياري جي مند ۾ سنڌ طرف ھجرت ڪنديون آھن. برھمڻي سرڻ، ڪاري سرڻ کان ديگھہ ۾ ٿوري ننڍي، تقريباً 19 انچ ڊگھي ھوندي آھي. ھن جو مٿو، ڳچيءَ ۽ ڇاتي سپ اڇا ھوندا آھن. جن تي سليٽي رنگ جون تمام سنھڙيون لڪيرون ٿھيل ھونديون آھن ۽ باقي سڄو جسم چاڪليٽي رنگ جھڙو ناسي پورو ھوندو آھي. سرڻ، گھٽو ڪري پاڻيءَ جي ذخيرن جي ويجھو اوچين جاين تي آکيرو ٺاھي رھندي آھي. ھنن سرڻين جي لڳ جي مند سيارو آھي ۽ مينھن جي مند کان اڳ ۾ پنھنجا ٻچا ڦوڙي ڇڏينديون آھن. ھي سادو، پرويڪرو ۽ وڏو آکيرو ٺاھينديون آھن. ھي ھڪ ئي وقت ٻن کان ٽي بيدا لاھينديون آھن ۽ 30 کان 34 ڏينھن آرو ڪنديون آھن.

ھن پکيءَ جا نر ۽ ماد تقريباً ھڪجھڙا ھوندا آھن. ڇھنب باز وانگر مڙيل ۽ چنبا تکا ۽ مضبوط ٿيندا آھن. سرڻ جي اڏام جي رفتار تيز ھوندي آھي ۽ اڏار ايتري لس ھوندي آھي، جڻ ھوا تي پر رکي ترندي وڃي، وقفي وقفي سان پر ڦڙڪائيندي ۽ پڇ جي مدد سان رخ بدلائيندي آھي.عموماً ڪاڌي جون شيون جھٽڻ ڪانسواءِ پاڻيءَ جي مٿاڇري تي ترندڙ مڇين جو تيزيءَ سان شڪار ڪري کائينديون آھن.

**سرڻو**: هي هڪ قسم جي بيماري آهي، جيڪا منهن تي ٿيندي آهي. هي بيماري ٻارن توڙي وڏن جي منهن تي اوچتو ظاهر ٿيندي آهي. هن بيماري جي ٿيڻ سبب چهري تي خارش ٿيندي آهي ۽ سڄو چهرو سُڄي پوندو آهي، پر سور نه ٿيندو آهي. هن بيماري ۾ سرهاڻ گهوٽي، سفوف ڪري منهن تي هنئي ويندي آهي ۽ نازبوءِ جا پن هٿن سان مهٽي چهري تي مليا ويندا آهن. ان ڪانسواءِ عطر ۽ بين خوشبودار شين جي خوشبو لڳائي ويندي آهي.

**سِرڻ ۽ باز راند**: هڪ وڏو نينگر هڪڙي ٻار کي هڪڙي ٻانهن ۽ ٻئي ٻار کي ٻيءَ ٻانهن کان جهلي پاڻ وچ تي بيهي ٻانهون پڪيڙي اُنهن کي گولائي ۾ ڊوڙڻ لاءِ چوندو: ”پچ ڙي سرڻ، باز ٿوا چئي، پچ ڙي سرڻ باز ٿوا چئي.“ ٻار هڪٻئي کي ڊوڙي پهچڻ جي ڪوشش ڪندا. هيءَ ڦيرائڻ جو نمونو آهي، هن ڦيريءَ وارن راندين ڪري ٻار کي ڪڏهن پنواٽي يا ڦيري جي بيماري نه ٿيندي.

**سرو (وڻ)**: هن وڻ جو نباتاتي نالو Cupressus Semperuirems جڏهن ته انگريزيءَ ۾ Italian cypress Graveyard cypress جي نالي سان سڏيو ويندو آهي. هي هڪ مشهور جابلو وڻ آهي، جنهن جو تعلق وڻن



جي Cupressaceae خاندان سان آهي. سرو جا وڻ ڏکڻ يورپ ۽ ايشيا ۾ ٿيندا آهن. پاڪستان ۾ هي ميداني ڪاچي وارن علائقن ۾ زميني سطح کان تقريباً چار هزار فٽن جي بلنديءَ تائين ڦٽندو آهي. هي وڻ اوچو ۽ مٿئين حصي کان سنهو ۽ ڊگهو ٿئي ٿو. هن وڻ جون شاخون وکوڙيل، وڻ جو ٿڙ بانس نما ۽ چوڏو پوري رنگ جو ٿيندو آهي. هن وڻ جون پتيون هڪٻئي جي ويجهو، هڪ ملي ميٽر ڊگهيون ۽ بيضوي ٿين، جن جي پوئين پاڱي ۾ وڏو سوراخ هوندو آهي، جيڪو ڏانڊ پڇي شاخن جي سري يا منڊي تي ڦٽندو آهي. اهو پن چار سينٽي ميٽر ڊگهو ٿيندو آهي، جنهن تي تقريباً ڏهه هڪ جهڙا ذرا رڪندڙ پن هڪ ٻئي ڏانديءَ تي هڪٻئي جي سامهون ڦٽندا آهن. ڏاند پڇي پنج کان چار سينٽي ميٽر قطر جو ٿيندو آهي. ڏاند پڇيءَ ۾ پوري رنگ جا تقريباً 20 ٻج ڦٽندا آهن. اهي شڪل ۾ چپترا هوندا آهن ۽ پن جڪڙيل هوندا آهن. هي وڻ ۽ ان جو ڪاٺ دوائن جي طور ڪيڙن کي مارڻ ۾ به استعمال ڪيو ويندو آهي. هن وڻ جي ڪاٺي تمام سخت، خفيف ريشي واري ۽ گهڻي دير اثر رکندڙ هوندي آهي. ڪاٺي زرد يا هلڪي پوري رنگ جي خوشبودار ٿئي ٿي، اها تعميراتي ڪمن ۽ فرنيچر وغيره ٺاهڻ ۾ به استعمال ٿيندي آهي. هن وڻ جي پتن مان تيل به حاصل ٿيندو آهي ۽ ان مان عنبير جهڙي خوشبو پڻ تيار ٿيندي آهي، جڏهن ته اهو تيل پڻ صابڻ ٺاهڻ جي صنعت ۾ استعمال ڪيو ويجي ٿو.

**سُرو (جيت)**: هيءَ پوري رنگ جو سنهو ننڍو جيت ٿيندو آهي. هيءَ ڪاٺين ۾ تنگ ڪري اندر گهڙي ويندو آهي. ڪونيٽ ۽ ڪنڀي جي ڪاٺيءَ تي خاص وارو ڪندو آهي.

**سرواهي قلعو**: راجا ڏاهر جي ڏينهن ۾، سنجرپور لڳ صادق آباد ۾ هي قلعو موجود هو. قلعي جي قدامت راجا ڏاهر جي زماني کان به اڳ جي آهي. هي به راجا ڏاهر جي ائن يا نون وڏن قلعن مان هڪ هو. محمد بن قاسم جي حملي ڪانپوءِ هن قلعي کي اسلامي رياست جو اهم مرڪز قرار ڏنو ويو. عربن ڪانپوءِ سومرن ۽ سمن جي راڄ ۾ ڄام سڪندر اتڙ هتي هڪ ڪوٽ ڪوٽايو هو، جيڪو پڻ وڏي عرصي تائين قائم هو. پر پوءِ ان کي پرائي ختم ڪيو ويو. سڪندر نالي هتي ٻن حڪمرانن راڄ ڪيو. هڪڙي قديم پڪي سرپڻ هتان لڌي آهي، جنهن تي لکيل آهي:

سلان سر بند ٿيا، ڦڳيا نام نصير،
ڪوٽ ڪٺايا پٽ گامڻ دي، اتڙ نام همير،
وقت سڪندر بادشاهه، ملڪ ڏٺي پهلوان،
رعيت راضي ايهه جهي، جو ٻڌا، نت جوان،
هڪ لک سلان لڳ چڪيان، ٿيا ڪوٽ تمام،
تراءِ سؤ ٻوٽي باغ دي، راڏي اتڙ ڄام.

تاريخي حوالن موجب سڪندر بن ڄام توگاچي هتي 1413ع تي تخت تي ويٺو. سرواهي قلعي جي ڏڙن جي کوٽائيءَ مان نڪتل مٽيءَ جا پڪا گولا هوبهو اهڙا آهن، جهڙا لاڙڪاڻي جي جهڪر جي ڏڙي مان هٿ آيا آهن. هي گولا عربن جي دور ۾ منجنيقن ۾ استعمال ٿيندا هئا. جڏهن محمود غزنوي سومنات مندر جي حملي لاءِ هتان لنگهيو هو، تڏهن سنڌي جتن مٿس زوردار حملو ڪيو هو. پر محمود غزنويءَ جو وڏو لشڪر مٿن حاوي ٿي ويو هو ۽ شهر کي تباهه ڪندو اڳتي وڌي ويو.

سرواهيءَ جي قلعي بابت هڪ ٻيو به تاريخي واقعو آهي ته ڇهين صدي هجريءَ ۾ راجا سيوراج سان شيخ عبدالقادر جيلانيءَ جي سؤٽ حاجي محمد عراقيءَ ۽ سندس ساٿين شيخ عزيز خطيب ۽ سلطان محمد برڪاتي ويڙهه ڪئي هئي، جنهن ۾ شيخ عزيز خطيب ڪانسواءِ ٻيا به ڪي بزرگ شهيد ٿي ويا هئا.

سرواهي قلعو سنڌ جي تاريخ جو اهم باب آهي. جنهن سان ڪيترين ئي تاريخي ڳالهيون جڙيل آهن. ڪلهوڙن جي زماني ۾ هتي ميان بهاول خان ۽ ٻيا ڪلهوڙا حڪمران ايندا رهيا. جڏهن تہ غوث بهاؤالدين زڪريا، لعل شهباز قلندر، بابا فريد گنج شڪر ۽ سيد جلال سرخ بخاري گڏجي هتي آيا هئا ۽ سرواهي قلعي ويجهو هڪ مسجد ۾ قيام ڪيائون. جنهن مسجد جو نالو 'چار يار مسجد' مشهور ٿيو.

**سروپچندر 'شاد'**: سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو جديد شاعر سروپچندر شاد، 2 جنوري 1937ع تي مٺيءَ (ضلعي ٿرپارڪر) ۾، سونارن جي پاڙي ۾ پيدا ٿيو. هن جي تعليم بي. اي (آنرس) ۽ ايم. اي (انگريزي ادب) آهي. هي 1962ع ۾ 25 سالن جي عمر ۾ انگريزي ادب جو ليڪچرار مقرر ٿيو. مختلف ڪاليجن، سانگهڙ، ٽنڊو جان محمد ۽ ٽنڊو محمد خان ۾ پڙهايائين. زندگيءَ جو وڏو حصو ٽنڊو محمد خان ۾ رهيو ۽ اتان جي ادبي محفلن ۾ شريڪ ٿيندو رهيو. هن عمر جا 60 سال پورا ڪري 1999ع ۾ رٽائر ڪيو.



سروپچندر شاد جو نالو جديد سنڌي شاعرن ۾ نهايت عزت سان ڳڻيو وڃي ٿو. هن شاعريءَ جي شروعات هڪ نظم 'قائداعظم' ڪان ڪئي، جيڪا الوحيد اخبار ۾ شايع ٿي. سندس شاعريءَ بابت سنڌ جو ناميارو نقاد ۽ عالم مولانا غلام محمد گرامي لکي ٿو تہ سروپچندر شاد جي شاعريءَ ۾ اصليت ۽ حقيقت سان گڏ رواني ۽ برجستگي آهي، جنهن سندس فن کي چار چنڊ لڳايا آهن. زياده تر دوها، سورٺا، گيت، سانيٽ، ترائيل ۽ نظم تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. دوهن جي سلسلي ۾ سندس ڍاٽڪي دوها نهايت رنگين آهن. جي سنڌي ترجمي سميت مهراڻ رسالي ۾ شايع ٿي چڪا آهن.

سندس ڪلام سنڌي زبان جي علمي ۽ ادبي رسالن ۾ شايع ٿيندو رهيو آهي. سروپچندر شاد هن دؤر جي جديد شاعرن ۾ اهو باڪمال شاعر آهي، جنهن پنهنجي فن کي تخليق جي اعليٰ مقام تي پهچائي پاڻ کي ۽ سندس فن کي امر ڪري ڇڏيو آهي. سندس بيت، دوها، سورٺا سنڌيءَ ۾ توڙي ڍاٽڪيءَ ۾ فن جو اعليٰ مثال آهن. سندس ڪلام رنگينيءَ ۽ دلاويزيءَ جو هڪ اهو مرقع آهي، جنهن ۾ ذوقِ جماليات جا قدر آهن. جن ۾ زندگيءَ جي اهم مسئلن ۽ معاملن جي ترجماني ڪئي آهي. سندس انداز بيان ۾ اصليت ۽ صداقت جا نمايان عنصر موجود آهن. جيڪي پڙهندڙ کي متاثر ڪرڻ ۾ دير نہ ٿا ڪن. . فن جو اهو معيار تمام ٿورن شاعرن کي هٿ اچي ٿو سروپچندر ان سلسلي ۾ خوشنصيت شاعر آهي."

سروپچندر جو شمار سنڌ جي اهم گيتڪار شاعرن ۾ ٿئي ٿو. سندس گيتن ۾ غضب جي رواني موجود آهي. جيئن هو عام وهنوار ۽ ڳالهہ ٻولهہ ۾ سچار، خلوص وارو ۽ بيباڪ شخص رهيو آهي، تيئن سندس شاعريءَ ۾ بہ سچائي، خلوص ۽ بيباڪيءَ وارو رنگ موجود آهي.

هن جو نظم 'حسين عليہ السلام' تمام مقبول رهيو جنهن جا ٻہ بند هيٺ ڏجن ٿا:

هيرن جهڙو هيو 'حسين'،
جڳ سارو جرڪائي ويو.
سچ ڪان جيئن جيئدان ملي،
ڪونڌر ڪنڌ ڪپائي ويو.

سندس ڪيترائي گيت مشهور آهن. پر 'ساوڻ آيو سانگ ڪري' گيت تمام گهڻو مقبول ٿيو. جنهن جو هڪ بند هيٺ ڏجي ٿو:

ڪر ڪنيوائين ڪڪر لُڏن ٿا، جهومن پيا جڻ نانگ هزار،
وار سُڪائي جڻ ڪا نار.
ڪڪر- چانيل اُپ آهي، يا ڪجلي اکڙين جي سرڪار،
يا ونواهہ ۾ وينل ڪنوار.
وِچ چمڪي ائين جڻ ڪا پوري، گهونگهٽ لاهي ذري ذري،
ساوڻ آيو سانگ ڪري!

**سروجني نئڊو** (بلبلِ هند): هندستان جي نامور سياستدان خاتون. سروجني نئڊو جو جنم بنگال جي برهم نگر ۾، هڪ وڏي برهمڻ خاندان ۾، 13 فيبروري 1879ع ۾ ٿيو. هوءَ پنهنجي پيءُ اگهورنات چٽوپاڌيہ (چٽرجي) جي وڏور ڌيءُ هئي. سندس ماءُ جو نالو وردا سندري ديوي هو. ٻارهن ورهين جي ڄمار ۾ مدراس يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. اهو پهريون مثال هو. جو هڪ هندستاني ڇوڪري ايڏيءَ ننڍيءَ عمر ۾ مئٽرڪ پاس ڪئي. نظام سرڪار هن جي ذهانت ڏسي



سندس لاءِ اسڪالرشپ منظور ڪئي ۽ هوءَ اعليٰ تعليم لاءِ 1895ع ۾، 16 ورهين جي ڄمار ۾ انگلنڊ وئي، جتي هن انگريزيءَ جو خوب اڀياس ڪيو ۽ لنڊن جي ڪنگس ڪاليج مان ڊاڪٽر آف سائنس جي ڊگري حاصل ڪري، هندستان موٽي آئي. هن جو والد اگهورنات هڪ عالم انسان هو. پنهنجي روزگار سانگي بنگال ڪان اچي حيدرآباد دکن ۾ گهر ڪري ويٺو. جتي هو تعليم کاتي ۾ ڪم ڪندو هو. سروجنيءَ کي شاعريءَ جو ڪافي شوق هو. جيڪو ورثو ڪيس ماءُ ڪان مليو هن بنگاليءَ ۾ ڪيترا نظم لکيا. انگلنڊ ۾ بہ هن شاعري ڪئي، جيڪا 'ڍنڍ جي راڻي' (Lady of Lake) عنوان سان ڪتابي صورت ۾ ڇپي، جنهنڪري سندس نالو هندستان ماڳين مشهور ٿي ويو ۽ کيس 'هند جي بلبل' (Night angle of India) چيو ويو. 1898ع ۾ تعليم مڪمل ڪري هند

موٽڻ تي سندس شادي ڊسمبر 1898ع ۾ گووند راجڪلو نئڊوءَ سان ٿي، جيڪو هڪ عالم ۽ آزاد خيالن وارو شخص هو. هن کي اُن مان ٻه پٽ ۽ ٻه ڌيئرون ٿيون. سروجنيءَ شاعريءَ جو ٻيو ڪتاب ٻه لکيو، جنهن جو نالو 'The Golden Threshold' هو. ڪيس راڳ ۽ شاعريءَ سان چڱو چاهه هو. هن جي مشهور نظمن ۾ 'موني'، 'بسنت کي ڪوٽ'، 'گهنشيام'، 'ڏوليءَ وارا'، 'جاڳو' ۽ 'ياڳ' شامل آهن.

پوني ۾ گوپال ڪرشن گوکلي، جنهن 'ڀارت شيوڪ سماج' نالي هڪ تنظيم ٺاهي، اُن وٽ سروجني نئڊو گهڻو ايندي ويندي هئي، ۽ ڪيس ڪرشن ۽ گوپين تي رچيل پنهنجي شاعري ٻڌائيندي هئي. هڪڙي ڏينهن ٻئي ڀارت جا خدمتگار، 'ڀارت شيوڪ سماج' بلڊنگ جي ڪُڏ تي ويٺا هئا، سنجها جو وقت هو، سروجني نئڊو هڪ شعر ڳائي رهي هئي، جيڪو گوپال ڪرشن لهندڙ سورج ڏانهن ڏسندي ٻڌي رهيو هو. اوچتو هن اتساهه ۾ ڀرجي سروجنيءَ کي چيو ته: "ديوي! تو ۾ اُتساهه آهي، شڪتي آهي ۽ قابليت آهي، تون سهڻي شاعري ڪرين ٿي، ڀلي ڪر، پر گڏوگڏ ديس جي شيوا به ڪر، اڄ کان وٺي تون وعدو ڪر ته تون مرڻ گهڙيءَ تائين پنهنجي ديس جي خدمت ڪندي رهندينءَ."

اُن ڏينهن کان وٺي هوءَ سماجي، علمي خدمتن ۾ مصروف رهي. هن تعليم جي واڌاري ۽ ڪُرسمن جي خاتمي لاءِ اڻٿڪ ڪوششون ڪيون. هوءَ پردي جي خلاف هئي. ناري سکيا کانسواءِ ملڪ جي ترقي ناممڪن سمجهندي هئي.

سروجني نئڊوءَ جي سياسي زندگي 1916ع کان شروع ٿئي ٿي. هوءَ پهريون ڀيرو لکنؤ ڪانگريس اجلاس ۾ شامل ٿي، بينڪي راڄ خلاف ۽ خودمختيار حڪومت (Self Government) جي فائدي ۾ زبردست تقرير ڪيائين. نتيجي طور ڪيس ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ليڪچر ڏيڻ لاءِ گهرايو ويندو هو. 1917ع ۾ ڀارت جي دوري تي نڪتي ۽ گهڻو ڪري هر پرڳڻي جي مکيه شهرن ۾ عام گڏجاڻين ۾ ليڪچر ڏنائين. 1918ع ۾ ڀاڳلپور ۾ 'بهار پرڳڻي جي شاگرد سميلن' ۾ مهاتما گانڌيءَ سان گڏ شريڪ ٿي ۽ شاگردن جي مسئلن تي فصيح زبان ۾ ليڪچر ڏنائين. ساڳئي ئي سال 1918ع ۾ 'مدراس صوبائي راڄنيتي ڪانفرنس' ڪانجي ورم ٿي، جنهن جو ڪيس صدر چونڊيو ويو. ساڳئي سال ڊسمبر ۾، دهليءَ ۾ ڪانگريس جي 'آل انڊيا سوشل ورڪرس ڪانفرنس' سندس صدارت ۾ ٿي، جنهن ۾ هن عورتن جي صحيح ترجماني ڪئي. 1919ع ۾ سروجني نئڊوءَ جنيوا ۾ 'انٽرنيشنل وومين ڪانفرنس' ۾ شريڪ ٿي هند جو نالو ڪڍيو ۽ سندس تقرير ڏاڍي پسند ڪئي وئي. 1922ع ۾ سروجني نئڊو کي ڪانگريس پاران آفريڪا موڪليو ويو. جتي هن هندستانين لاءِ ڪافي ڪم ڪيو. 1923ع ۾ ناگپور ۾ قومي جهنڊي جي ستياگره ۾ حصو ورتائين ۽ ماڻهن جي جيت تي ۽ سرڪار کي قومي جهنڊي تان بندش هٽائڻي پئي. 1925ع ۾ آل انڊيا ڪانگريس جي صدر بڻي. جڏهن هوءَ آمريڪا وئي، ته سندس وڏو استقبال ٿيو ۽ سندس ليڪچرن ماڻهن کي ڏاڍو متاثر ڪيو. هوءَ آمريڪا ۾ ئي هئي ته آفريڪا ۾ رهندڙ هندستانين ڪيس ڪانگريس اجلاس جو صدر چونڊيو ۽ اتي وڃڻ وقت سندس وڏي مرحبا ٿي. 1930ع ۾ 'لوڻ ٽوڙيو تحريڪ' ۾ مهاتما گانڌيءَ سان گڏ جيل ۾ وئي، ڪيس ڇهه مهينا جيل جي سزا ملي. 1931ع ۾ مهاتما گانڌيءَ سان گڏجي گول ميز ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ لنڊن وئي. اُتان موٽي اچڻ تي جيئن سيئي ڪانگريس ورڪنگ ميمبر گرفتار ٿيا، تيئن هوءَ به اُنهن سان گڏ جيل وئي. جيل مان نڪرڻ بعد پنجاب، سنڌ ۽ ڪن ٻين علائقن جو گشت ڪيائين. 1937ع جي صوبائي حڪومت جي چونڊن ۾ چڱو ڀرو ورتائين، جنهن مان 14 مان 9 پرڳڻن ۾ ڪانگريس جي ڀارت ۾ حڪومت قائم ٿي. هن ڪانگريس جي فائدي ۾ چڱو پرچار ڪيو. هيءَ مهاتما گانڌيءَ جي پوئلڳ هئي. هندو مسلم اتحاد لاءِ وڏي جاکوڙ ڪيائين. شعرن ۽ تقريرن وسيلي پرچار ڪندي هئي. جڏهن 1947ع ۾ برصغير جي ورهاست ٿي ته آزاد هندستان ۾ سروجني نئڊوءَ کي يوپي پرڳڻي جو گورنر مقرر ڪيو ويو. هوءَ پهرين عورت هئي، جيڪا ايڏي وڏي پد تي پهتي هئي. هن اهو عهدو ڏاڍي قابليت سان هلايو، هر ڪو سندس ساراهه ڪندو هو.

سروجني نئڊو آزاد خيالن جي عورت هئي. عورتن جي ترقيءَ ۽ حقن جو ڪيس گهڻو اونو هوندو. هر سال عورت ڪانفرنسن ۾ شامل ٿي ڪين گهڻو همٿائيندي رهندي هئي. آخري دم تائين ملڪ جي ترقيءَ ۽ عورتن ۾ سجاڳيءَ آڻڻ جو ڪم ڪندي رهي. سروجني نئڊو 2 مارچ 1949ع ۾ وفات ڪئي.

**سرود** (ساز): هي رباب جي شڪل جو ساز آهي، جيڪو اسان جي



خطي ۾ ٻه اڍائي سوَ ورهين اڳ ايران کان آيو. سندس آواز رباب کان ڪجهه ٿلهو آهي. آوازي ڪوني کان ڏانڊيءَ تائين يڪو ڪاٺ جو ٺهيل آهي. آوازي ڪوني گهڻو ڪيا ۽ ڪاٺ کي ڪرڙي يا ڪوني، ان جي مٿان ٻڪريءَ جي کمايل کل چڙهيل هوندي ۽ اتان کان مخروطي شڪل ۾ ڏنڊي ٿئي، ان ڏنڊيءَ ۾ پاسن کان ۽ آخر ۾ ڳنيون (Frets) ٺينديون. ڳنيون انچ ٻن جي ڪاٺ جون ٺهيل ڪائيون آهن، جن تارون ٻڌيون آهن اهي اهڙي نموني پيتل هونديون آهن جو انهن سودي پوري سگهبو آهي. هي

مضراب سان وڄندڙ ساز آهي. تارن کي آوازي ڪوٺي مٿان چڙهيل ڪَلَ ڪان مٿي رکڻ لاءِ، تہ جيئن پڙڪار ۾ رخنو نہ پوي. هيٺان نڪري يا ڪاٺ جي چوڪور ’مڪڙي‘ ڏيندا آهن. هن کي ڪڇ ۾ رکي وڄائبو آهي. هڪ هٿ سان مضراب هڻبو آهي ۽ ٻئي هٿ سان تارن مان گهربل سُر ڪڍبو آهي. هتي سنڌ ۾ هن ساز کي گهٽ ئي وڄايو ويجي. هن جي وڄائڻ وارن ۾ امجد علي خان ۽ علي اڪبر خان گهڻو مشهور ٿيا. هن ۾ ڪيئي تارون ٿين. جن مان ڪن کي ’آس‘ ڪن کي باقي بيون ’مشارڪ‘ سڏجن. ملائڻ جو طريقو مختلف تاري سازن وانگر هوندو آهي. هن جو مضراب ناريل جي کوپي مان ٺهيل هوندو آهي. هتي سنڌ ۾ هن ساز کي گهٽ ئي وڄايو ويجي. سرود کي وڄائڻ وارن ۾ امجد علي خان ۽ علي اڪبر خان گهڻو مشهور ٿيا.

**سرودو ڏسڻ**: سرودو ڏسڻ، هڪ ٿري اصطلاح آهي، جيڪو فال ڪڍڻ جو هڪ قسم آهي. ٿر ۾ جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جي ڪا شيءِ گم ٿي ويندي آهي، مال چوري ٿي ويندو آهي يا رُلي ويندو آهي تہ هو سرودو ڏسندڙ ڪنهن شخص وٽ ويندا آهن. جيڪو پنهنجي هٿ جي پُٺ نڪ کي ويجهي آڻي نڪ مان زور سان ساهہ ڪڍندو آهي، جيڪڏهن سندس اهو ساهہ ساڄيءَ ناس مان نڪتو تہ ’سورج‘ (سج) جو سرودو سمجهندو آهي ۽ جيڪڏهن کاٻيءَ ناس مان نڪتو تہ ’چنڊرما‘ (چنڊ) جو سرودو سمجهندو آهي. ان کانپوءِ هُو گم ٿيل، سامان يا مال واري شخص جي طرف ۽ وقت ۽ هوا جي نموني جو اندازو لڳائي، سموريون ڳالهيون ذهن ۾ رکي پڇندڙ کي جواب ڏيندو آهي تہ سندس وڃايل مال يا شيءِ واپس ملندي يا نہ. ۽ جيڪڏهن ملندي تہ ڪيترن ڏينهن ۾.

هي هڪ اهڙو عقيدو آهي، جنهن تي ويساهہ وسوڙيل ماڻهو يقين ڪندا آهن. اهڙيءَ طرح واريءَ تي ليڪا ڪڍي پڻ فال ڪڍي ويندي آهي. هي سڀ طريقا انڌ وشواس سان واسطو رکن ٿا ۽ ڏکي بازيءَ ۾ شمار ٿين ٿا.

**سرور** (رسم): سرور جي رسم سنڌ ۾ عام آهي. سنڌ جا مير ٽالپر شاديءَ کان هڪ رات اڳ ۾ ’سرور‘ جا ساٽ ڪندا آهن. انهن سائن جي موقعي تي جيڪو گيت يا لاڏو ڳايو ويندو آهي، ان کي ’سرور‘ چوندا آهن.

سنڌ ۾ سروري پيرن جا مريد جڏهن وِهانءَ يا ٻهر جو ڪاج ڪندا آهن يا پيرن جي عرسن جي موقعي تي مينديءَ جو ڏڻ ملهائيندا آهن تہ سرور جا ڳيچ چوندا آهن ۽ هن ريت سرور جي ڪوٺ ڏيندا آهن:

او منهنجا سرور پير،

منهنجون اميدون پڄائجان!

وهانءَ يا ٻهر جي ڪاڄن دوران مينديءَ رات، ميندي ڳوهڻ کانپوءِ سرور هڻبا آهن. سرور جا ٻول دهل جي رڌم تي سماع واري انداز ۾ چئبا آهن. گهوٽين مان ست سهاڳڻيون مٽي تي ملائي، کنڊ، ڪارڪن يا پتاشن جي پريل ٿالهي ڪڻنديون آهن. اهڙي انداز کي ’سرور لڳڻ‘ ڪوٺينديون آهن ۽ پوءِ ميندي ورهائي ڳيچ ڳائينديون آهن.

سنڌ جي اترين علائقن جا رهاڪو بلوچ قبيلن ۾ پڻ هيءَ رسم رائج آهي، جيڪا شاديءَ جي موقعي تي ادا ڪئي ويندي آهي. جڏهن ڄڃ ساهرين ڏانهن وڃڻ لاءِ گهر مان نڪرندي آهي، تہ ان وقت سرور جي ڍولڪ وڄائي گهور ورتي ويندي آهي. هيءَ رسم بلوچن جي مرشد، اوليا سرور سان نسبت رکي ٿي، جنهن جي درگاهہ ديري غازي خان ۾ موجود آهي. ڄڃ نڪرڻ واري رات کي ’سرور رات‘ پڻ سڏيو ويندو آهي. ڍولڪ جي وڄت تي سرور جي ڪرامتن، تعريف ۽ مرشد کان گهوٽ جي سلامتيءَ ۽ خوشيءَ جي دعا وارو خاص ڳيچ ڳايو ويندو آهي. ان وقت مليل گهور ڳائڻي يا مڱڻهار کي نہ ڏني ويندي آهي، پراها ڪاڄين کي ڏني ويندي آهي، جيڪي ان کي مرشد سرور جو نذرانو سمجهي، پاڻ وٽ امانت طور رکندا آهن.

**سرور سخيراڻي**: ناميارو فنڪار ۽ موسيقار سرور سخيراڻي، 1969ع ڌاري دادو ضلعي جي ڳوٺ تاجي پنهور، ڦلجي اسٽيشن ۾ پيدا ٿيو. هن پرائمري تعليم ڳوٺ جي اسڪول مان؛ مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڦلجي اسٽيشن ۽ انٽر تائين تعليم استاد بخاري ڊگري ڪاليج، دادوءَ مان حاصل ڪيائين. هن 19 ورهين جي ڄمار ۾ 1988ع ڌاري ڳائڻ شروع ڪيو. راڳ جي سکيا استاد محمد حسين مغل کان ورتائين. هن جي پهرين آڊيو ڪئسٽ 1989ع ۾ پارس پروڊڪشن طرفان رليز ٿي. ان کانسواءِ ريڊيو ۽ ٽيليويزن تان بہ سنڌس ڪيترائي گيت رڪارڊ ٿيا. سرور سخيراڻيءَ جو آواز ناميارو راڳيءَ منظور سخيراڻيءَ سان ملندڙ جلندڙ هو. سندس آواز ڪليل ۽ صاف هوندو هو. آواز ۾ ڪافي درد سمايل هوندو هو. سرور سخيراڻيءَ جو شمار سنڌ جي نالي وارن راڳين ۾ ٿئي ٿو. سندس ڪيترائي گيت ’هل تہ هلئون دلڙي‘، ’مطلب جا سڀ ماڻهو او يار، ڪير ٿو ڪنهن جي لاءِ مري‘ وغيره بيحد مقبول ٿيا.

سرور سخيراڻيءَ کي 1998ع ڌاري وات جو ڪينسر ٿي پيو، جنهن سبب بيماريءَ جي بستري تي رهيو. ڪئسٽ ڪمپنيءَ پاران آخري بہ ڪئسٽون سندس امداد طور رليز ڪيون ويون، جن جا سمورا پئسا سندس بيماريءَ تي خرچ ڪيا ويا. سرور سخيراڻيءَ شاهہ لطيف، سچل سرمست، انور قمبراڻيءَ سميت ٻين شاعرن جي شاعري ڳائي خوب داد حاصل ڪيو. هيءُ فنڪار 1999ع ڌاري وفات ڪري ويو.

**سرور سهتو**: ناليواري قومپرست اڳواڻ سرور سهتي، پهرين فبروري 1939ع تي تعلقي ڪنڊياري، ضلعي نوشهري فيروز جي ڳوٺ ٻُڊڪ ۾ جنم ورتو. شروعاتي تعليم ڳوٺ اُڌل سهتي مان ۽ پوءِ ڳوٺ ٻُڊڪ جي پرائمري اسڪول مان ڇهہ درجا پاس ڪيائين. پاڻ ننڍپڻ ۾ ئي ماءُ جي سهاري کان محروم ٿي ويو جنهن ڪري ڪيس غربت سان جهيڙڻو پيو. هن کي پڙهڻ جو شوق هو ۽ هن ويلا ڪاٿي بہ پڙهائي جاري رکي. مئٽرڪ 1960ع ۾ ڪنڊياري هاءِ اسڪول مان ڪيائين. هن 1964ع ۾ ڪامرس



ڪاليج لاڙڪاڻي مان انٽر ڪئي، جڏهن ته ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان 1966ع ۾ گرئجوئيشن 1975ع ۾ ايم. اي (سنڌي ادب) ڪيائين. ان وچ ۾ هن لا ڪاليج لاڙڪاڻي مان ايل. ايل. بي جو امتحان پڻ ڏنو. ان وقت نامور دانشور سوڀو گيانچنداڻي لا ڪاليج ۾ سندس هم ڪلاسي هو.

سرور سهتي پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات 1961ع کان هاءِ اسڪول ۾ فزيڪل ٽريننگ انسٽرڪٽر (P.T.I) طور ڪئي، هو جڏهن 1965ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ PTI هو ته هن اتي شاهه لطيف اسڪائوٽ گروپ جو بنياد رکيو. ممتاز علي خان ڀُٽي ۽ نثار کهڙي به هن وٽ شاهه لطيف اسڪائوٽ گروپ ۾ ميمبر طور ڪم ڪيو. اهو شاهه لطيف اسڪائوٽ گروپ اڄ تائين قائم آهي، ۽ هر سال شاهه لطيف جي عرس جي موقعي تي سيڪيورٽيءَ جا انتظام سنڀاليندو آهي. سرور سهتي کي 1976ع ۾ ڊائريڪٽر فزيڪل ايجيوڪيشن طور ترقي ڏئي لاڙڪاڻي مان بدلي ڪري مسلم ڪاليج حيدرآباد موڪليو ويو. ان دوران هن 1979ع ۾ فزيڪل ٽريننگ ڪاليج ناظم آباد ڪراچيءَ مان سينيئر ڊپلوما پڻ ڪئي، جڏهن 31 ڊسمبر 1987ع تي مسلم سائنس ڪاليج حيدرآباد مان وقت کان اڳ رٽائرمينٽ ورتائين.

سرور سهتي جو پڙهائيءَ دوران قومپرستيءَ طرف لاڙو ٿيو ۽ هن سياست جي باقاعدي شروعات 1977ع ۾ جيئي سنڌ محاذ ۾ شموليت سان ڪئي. ان زماني ۾ ملازم پيشه شخص انڊر گرائونڊ ڪم ڪندا هئا ۽ ڪڏهن به عام جلسن ۾ اڳيان نه ايندا هئا. پهرين ڪيس جيئي سنڌ محاذ حيدرآباد ڊويزن جو ڊويزنل آرگنائيزر چونڊيو ويو، جنهن عهدي تي هن 1977ع کان 1979ع تائين ڪم ڪيو. 1980ع ۾ جيئي سنڌ محاذ پاران ڪيس ٻارڙن جي تنظيم 'لطيف سنگت' جو مرڪزي نگران مقرر ڪيو ويو ۽ هن 1980ع کان 1990ع تائين جي ڏهن سالن ۾ سڄيءَ سنڌ اندر لطيف سنگت کي منظم ڪيو ۽ ان جي پليٽفارم تان لطيف سنگت جي ترجمان رسالي جا ڪجهه پرچا به ڪڍيا. ڪيترا تربيتي ورڪشاپ ۽ ٻارن جون ڪانفرنسون ڪرايون. اهي لطيف سنگت جا شاگرد، اڳتي هلي ڪاليج ۾ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جا ميمبر ٿيندا هئا ۽ تعليم مڪمل ڪرڻ بعد جيئي سنڌ محاذ ۾ ڪم ڪندا هئا. اهڙن شاگرد اڳواڻن ۾ مير عالم مري، اظهار سومرو، رياض چانڊيو ۽ خدابخش جويو وغيره اچي وڃن ٿا. هر سال ڀِٽ شاهه لطيف سنگت جو هڪ شايان شان ميلو به لڳرائيندو هو، جنهن ۾ تحريري، تقريري، ڊرامن ۽ راندين جا مقابلا ڪرايا ويندا هئا. هر سال ميلي جي صدارت ناليوارن اديبن يا فنڪارن کان ڪرائيندو هو. لطيف سنگت جي اهڙن جلسن جي صدارت ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، محمد ابراهيم جويو، عبدالواحد آريسر، تاج جويو ۽ ٻيا ڪري چڪا هئا.

اڳتي هلي سرور سهتو جيئي سنڌ محاذ جو وائيس چيئرمئن ٿيو. ان وقت عبدالواحد آريسر پارٽي چيئرمئن هوندو هو. ٻيو ڀيرو سرور سهتو پارٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو، جنهن عهدي تي 1995ع تائين ذميواريون نڀايائين. 1995ع ۾ جي. ايم سيد جي لاڏاڻي کانپوءِ جڏهن جيئي سنڌ محاذ ۽ جيئي سنڌ تحريڪ جو انضمام ٿيو ۽ جيئي سنڌ قومي محاذ (جسقم) وجود ۾ آيو. ان وقت سرور سهتي، عبدالخالق جوڻيجو ۽ ڪجهه ٻيا ساٿي ساڳئي 'جيئي سنڌ محاذ' ۾ رهيا ۽ انضمام ۾ شامل نه ٿيا. ان دوران خالق جوڻيجو 'جيئي سنڌ محاذ' جو چيئرمئن ۽ سرور سهتو سينيئر وائيس چيئرمئن رهيو. اڳتي هلي اختلافن بعد جيئي سنڌ محاذ ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو. هڪ حصي جو چيئرمئن عبدالخالق جوڻيجو ۽ ٻئي جو چيئرمئن سرور سهتي کي چونڊيو ويو ۽ 2008ع کان هن اڄ تائين هو جيئي سنڌ محاذ جي چيئرمئن جي عهدي تي قائم آهي.

سرور سهتي جو ادب ڏانهن به لاڙو رهيو آهي. هن ڪهاڻيون ۽ تحقيقي مضمون لکيا ۽ شاعري پڻ ڪئي. هي ڪجهه عرصي تائين ناز سنائيءَ جي ادارت ۾ نڪرندڙ رسالي 'چٽنگ' ۾ پڻ ڪم ڪندو رهيو.

سرور سهتو محنتي ۽ ڪميٽيڊ سياسي ۽ قومي ڪارڪن رهيو آهي. پارٽي سرگرمين کي وقت ڏيڻ جي ڪري نوڪريءَ کي وقت کان اڳ ۾ رٽائر ڪيائين ۽ ڪُل وقتي ڪارڪن طور ذميواريون سنڀاليندو رهيو. سرور سهتو جيئن ته ايل. ايل. بي هو، ان ڪري نوڪريءَ تان رٽائرمنٽ کانپوءِ ڪجهه وقت وڪالت به ڪيائين. سرور سهتو هڪ محنتي، بيباڪ ۽ کرو انسان آهي، ان ڪري ڪيس قومي حلقي ۾ عزت جي نگاهه سان ڏٺو وڃي ٿو. هو هن وقت وحدت ڪالوني، حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي.

**سرور سيف:** اديب ۽ شاعر، پروفيسر سرور سيف، 6 جون 1953ع تي



واليڏني مسڪين جي گهر ڳوٺ نوراجا، تعلقي پني عاقل ۾ ڄائو. سندس والد شاعر، مولود خوان ۽ انقلابي انسان هو، جنهن پنجاهه واري ڏهاڪي ۾ ختم نبوت تحريڪ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو، جيل ڪاٽيو ۽ تحريڪ دوران ملازمت تان استعيفا ڏني. هو ايڪسائيز کاتي ۾ ملازم هو.

سرور سيف، سنڌ يونيورسٽيءَ مان بين الاقوامي تعلقات ۾ ماسٽرس ۽ شاهه لطيف يونيورسٽيءَ مان سنڌي ادب ۾ ايم. اي ڪئي. هن علمي ادبي سرگرمين جو آغاز ٻارڙن جي ٻاريءَ ۽ بزم گلشن کان ڪيو. پني عاقل ۾ بزم امروز ۽ بزم حيدر قائم ڪيائين. سندس پهرين ڪهاڻي 'انقلابي ڀيڻ' ائين درجي ۾ پڙهڻ دوران روزانه نواءِ انقلاب ۾ ڇپي. هن مئٽرڪ ڪرڻ کان پوءِ ايس.وي ڪئي ۽ 1971ع ۾ پرائمري ٽيچر طور سرڪاري نوڪري ڪيائين. بعد ۾ جي.ايس.ٽي، ايڇ.ايس.ٽي ۽ 1990ع کان ليڪچرر ٿيو. جنوري 2013ع ۾ اسسٽنٽ پروفيسر طور گورنمينٽ ڊگري ڪاليج پني عاقل مان رٽائرڊ ڪيائين. سياسي طور هي ڪاهي ڏر ۾ متحرڪ رهيو. سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽ فيڊريشن ضلعي سکر جو اڳواڻ رهيو. سنڌ هاري ڪاميٽي، شاگرد، هاري، مزدور رابطه ڪاميٽي، آل پاڪستان ورڪرز فيڊريشن، نيشنل عوامي پارٽيءَ ۾ ڪم ڪيائين. بنيادي طور تي ڪميونسٽ پارٽيءَ سان وابسته رهيو. هارين، مزدورن، استادن ۽ صحافين جي تحريڪن ۾ ڀرپور حصو

ورتائين. پ.ٽ.الف ضلعي جو جنرل سيڪريٽري ۽ سپلا سکر ريجن جو عهديدار رهيو. سگا پني عاقل جو ڪنوينر ۽ جنرل سيڪريٽري رهيو. سرور سيف سنڌي ادبي سنگت پني عاقل شاخ جو باني آهي. 1983ع جي مرڪزي چونڊن ۾ جوائنٽ سيڪريٽريءَ جي عهدي تي بيٺو.

سندس ڪهاڻيون، شاعري، تحقيقي مضمون، رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپجندا رهيا آهن. سندس ڪهاڻين جو پهريون مجموعو 'ڪير جهڙي ڪاري' 1983ع ۾ ڇپيو. 1990ع ۾ سندس ٻيو ڪتاب 'دنيا جا هاري انقلاب' ۽ 2000ع ۾ سندس ٽيون ڪتاب 'جي مون ماٽڪ ميڙيا' ڇپيو. ان ڪانسواءِ سندس ٻين ڪتابن ۾: 'مهراڻ- ڇاڻ جي ڪاڻ'، 'شاهه لطيف جو مطالعو'، 'تاريخ سنڌ'، 'سنڌي ادب جي جامع تاريخ مسلمان مفڪرن جا سياسي نظريا'، 'تاريخ اندلس'، 'تاريخ عثمانيه'، 'پاڪستان ڍاڪي به ڍاڪي'، 'پاڪستان ۽ قومي تحريڪون' ۽ 'سنڌي گرامر' (ٽي ڀاڱا) شامل آهن. ان ڪانسواءِ هن ايم. اي سنڌيءَ جا گائيڊ بوڪ به لکيا آهن. هن 200 کان مٿي تحقيقي مقالا لکيا آهن.

سرور شيخ، شاهه لطيف يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جي بورڊ آف اسٽڊيز جو ميمبر رهيو آهي. هن مولا بخش ڀٽي سان گڏ سکر مان ماهوار رسالو 'پريت' جاري ڪيو. جنهن جا 14 پرچا نڪتا. هي ماهوار فريڊم جو اسسٽنٽ ايڊيٽر به رهيو هن پني عاقل ۾ لڏارام يادگار ڪاميٽيءَ پاران ائڊووڪيٽ ارجن داس سان گڏجي بيدل، غمدل، روحل، انور شاهه جهانپوري، ڀڳت ڪبير، سنت ڪنور رام ۽ درياهه خان بابت ڪانفرنسون ڪرايون آهن.

سرور سيف کي بيدل اوارڊ، ڀڳت ڪنوررام اوارڊ، ڪلهوڙا هسٽاريڪل فورم اوارڊ ۽ ڪيترين شيلڊون ۽ مڃتا سرٽيفڪيٽ ملي چڪا آهن. تحقيق ۽ تاريخ تي سندس تازو ڪتاب 'پنوعاقل: ماضي ۽ حال' پڻ ڇپجي چڪو آهي. هي اٻارنهين انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي سهڪاري ٽيم ۾ به شامل آهي.

**سرور علي 'سرور' سلاوٽ**: شاعر ۽ ڪهاڻيڪار سرور علي سلاوٽ ولد حاجي نظير محمد 1909ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ ڄائو. هن جا وڏا جيلسمير جا هئا، جيڪي لڏي سنڌ ۾ آيا. هي اصل ۾ حيدرآباد جو رهاڪو هو. جتي هن پرائمريءَ کان بي. اي ۽ ايل. ايل. بي تائين تعليم حاصل ڪئي. هن عملي زندگيءَ جي شروعات پنهنجي اباڻي ڌنڌي پٿر تي اُڪر سان ڪئي. ڪيس ننڍپڻ کان شاعريءَ جو شوق هو. هن ڪهاڻيون به لکيون. شاعريءَ ۾ سندس 'سرور' تخلص ڪم آڻيندو هو هن 'بزم خليل' ۾ سرگرميءَ سان ڀرپور ورتو غزل ، گيت ۽ نظم لکيائين. هن جي ڪهاڻين جو ڪتاب 'اعتراف' ۽ رسول پاڪ صلعم بابت 'ڪارٽي' ڪتاب ڇپيل آهن. هن 1969ع تي وفات ڪئي.

**سرورق** (Title): سرورق ڪتاب جي پهرين ورق کي چئبو آهي. جنهن تي اڪثر ڪري ڪتاب جي عنوان/ نالي پٽاندر منظرڪشي ٿيل هوندي آهي. ان سان گڏوگڏ سرورق تي ڪتاب جو نالو ۽ ليکڪ جو نالو پڻ لکيل هوندو آهي. سرورق اڪثر مصور جو تيار ڪيل هوندو آهي، جنهن منظرڪشيءَ ۾ مصور پنهنجي لکيرن ۽ رنگن جي حرڪت ذريعي اهو ڄاڻائيندو آهي ته ليکڪ پنهنجو هي ڪتاب ڇا جي باري ۾ لکيو آهي. ڪتاب جي سروورق کي ڪوڙ سارا منظر ٿيندا آهن. جهڙوڪ: سج جو سمنڊ ۾ لهڻ جو منظر، پهاڙن مٿان اڏامندڙ سفيد ۽ سليٽي ڪڪرن جو منظر، وڻن، ٽڻن جا منظر وغيره. ٻاراڻن ڪتابن تي وري ٻارن جي ڏاڻ جا سرورق (Titles) ڊزائين ڪري ڇاپيا ويندا آهن. جهڙوڪ: اسڪولي ٿيلهن سميت ڪجهه ٻار، راند جي ميدان ۾ راند رهندڙ ڪجهه ٻار يا ڪنهن تفريحي ماڳ تي تفريح ڪندي ڪجهه ٻارن جو منظر وغيره. ان ڪانسواءِ ڪجهه عجيب منظر به ڪتاب جي سرورق تي ڇپيل هوندا آهن. جن ۾ نڪتهڻ اس، ڏرتتي، ٽاڪ منجهند جي گرميءَ جو منظر يا ڪنهن خالي ڳوٺ جي ڪجهه هٽن تي مشتمل بازار منظرڪشي وغيره. سنڌ ۾ اهڙا ڪوڙ سارا مصور مشهور آهن، جن جا ٺاهيل سرورق سنڌي ڪتابن جي سونهن بڻبا رهن ٿا، اهڙن مصورن ۾ ع. ق. شيخ، گل محمد کتري، ظفر ڪاظمي، علي اڪبر سومري، محمد علي ڀٽي، فتاح هاليپوٽي، رضوان عمراڻي، خدا بخش ابڙي، قاضي اختر حيات، قاضي منظر حيات، طارق عالم، اياز عالم، منور ابڙي، هارون چنا وغيره جا نالا قابل ذڪر آهن. موجوده جديد ٽيڪنالاجيءَ جي دور ۾ مصور جي ٺاهيل سرورقن جو رواج گهٽجي ويو آهي ۽ ڪتابن جا سرورق ڪمپيوٽري گرافڪس ذريعي ڊزائين ڪيا ويندا آهن. ان ڪم ۾ ڪپتان ابڙو، موهن مدهوش، نعيم ديسوالي، اسدالله ڀُٽو ۽ ٻيا اڳي وڃن ٿا.

**سرور ڪيريو**: سڪرنڊ جو شاعر غلام سرور ولد غلام محمد ڪيريو 27 اپريل 1970ع تي ڳوٺ ولي محمد ڪيريي، لڳ ستياري، تعلقي سڪرنڊ ۾ جنم ورتو. سندن تعليم بي اي هئي ۽ پرائمري سنڌي اسڪول سڪرنڊ ۾ استاد مقرر هو. 1994 کان ادبي مضمونن لکڻ ۽ شاعريءَ جي شروعات ناليوارن اديبن تاج جويي، ماٽڪ ملاح ۽ لطيف پيرزادي جي صحبت ۾ ڪيائين. شاعريءَ ۾ وايون ۽ غزل وڏي تعداد ۾ لکيائين. سندس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب 'سجاڳيءَ' نالي ڇپيل آهي، جڏهن ته نثري مضمونن، ڪهاڻين ۽ شاعريءَ جو گڏيل مجموعو اڻ ڇپيل صورت ۾ سندن عزيزن وٽ محفوظ آهي.



سرور ڪيريو سٺو استاد، شاعر، ڪهاڻيڪار، اسٽيج سيڪريٽري رهي چڪو آهي. سنڌي ادبي سنگت سڪرنڊ جو سيڪريٽري به رهيو. سڪرنڊ جي تاريخي ماڳن ۽ شخصيتن تي تحقيقي مضمون به لکيائين. سرور ڪيريو ڀوهه جوانيءَ ۾ دل جي دوري سبب 16 مارچ 2010ع تي وفات ڪري ويو مرحوم سوڳوارن ۾ والد، امڙ، گهر واري، ٽي پٽ، هڪ نياڻي ڇڏيا آهن. سندس آخري آرامگاهه سڪرنڊ تعلقي جي ڳوٺ ولي محمد ڪيريي لڳ ستياري سرهاڙي روڊ جي ڏکڻ اوڀر ڪنڊ تي محمود شاهه قبرستان ۾ آهي.

**سروري اسلاميہ ڪاليج، هالا**: سروري اسلاميہ ڪاليج هالا، سنڌ جي اهم ڪاليجن مان هڪ آهي. هن ڪاليج جو مرحوم مخدوم مولوي غلام حيدر بنياد وڌو هو. اُن زماني ۾، سنڌ ۾ هي ئي واحد خانگي ڊگري ڪاليج هو ۽ هن ڪاليج عملي زندگيءَ جي سرڪاري توڙي خانگي شعبن ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ هزارين گرئجوئيٽ پيدا ڪيا آهن. مخدوم مولوي غلام حيدر جي وفات کان پوءِ هن ڪاليج جي سرپرستي مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ ڪندا رهيا. وقت جي تقاضا موجب آرٽس سان گڏ هن ڪاليج ۾ سائنس جا شعبا بہ شامل ڪيا ويا ۽ عملي ليبارٽرين بہ مڪمل ڪيون ويون. سائنس ۽ آرٽس جي شعبن ۾ سروري اسلاميہ ڪاليج هالا پنهنجو مقام پيدا ڪري ورتو آهي. پنهنجي شاندار نتيجن جي لحاظ کان هن علائقي جي شاگردن لاءِ خاص ڪشش جو باعث آهي.

**سروري مائل**: مائل سروري جو اصل نالو مصري ولد محمد لائق ڪاڪا هو. هيءُ 19 آگسٽ 1937ع تي ڳوٺ پليڏني ڪاڪا، تعلقي هالا ۾ ڄائو. هن 1950ع ڌاري سنڌي فائنل پاس ڪئي. ان کانپوءِ سنڌ



يونيورسٽيءَ ڄامشوري مان اديب سنڌي 1960ع ۽ اديب عالم سنڌي 1963ع سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ڪئي. هيءُ مخدوم طالب المولىٰ جي خدمت ۾ رهيو. جتي مختلف موضوعن تي خاص مطالعو حاصل ڪيائين. سندس وڏا سروري سلسلي سان لاڳاپيل هئا، ان ڪري هيءُ پاڻ کي سروري سڏائيندو هو. ڪيس مائل تخلص بہ مخدوم طالب المولىٰ ئي ڏنو. هن 1959ع کان شاعريءَ جو آغاز ڪيو. ڪيس غزل، ڪافي، بيت وغيره جهڙين صنفن تي خاص دسترس حاصل هئي. سندس آواز ۾ قدرتي لئي ۽ ترنم هو. جنهن جي بطور ڳائيندو بہ سريلي انداز ۾ هو. هيءُ 'بزم طالب المولىٰ' سنڌ جو جوائنٽ سيڪريٽري بہ رهيو. خوشخطيءَ ۾ پڻ ماهر هو. جنهن تي بہ ڪيس قدري مڃتا ملي.

**سروري محبوب**: ناليوارو شاعر ۽ اديب محبوب سروري، 8 جنوري 1934ع تي ڳوٺ جاڙي پنهور، هوسڙي، ضلعي حيدرآباد ۾ محمد صديق



پنهور جي گهر جنم ورتو هن تي چنيءَ جا نالا محمد بچل ۽ محبوب علي رکيا ويا. شاعريءَ ۾ محبوب نالو ۽ سرور تخلص ڪتب آندائين ۽ اهوئي نالو عام ۽ خاص ۾ مشهور ٿيو. هن نور محمد هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ، سروري اسلاميہ ڪاليج هالا مان انٽر ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي. اي ۽ ايم اي تائين تعليم حاصل ڪئي. ان کانپوءِ ڪميشن ڊپٽي ليڪچرر مقرر ٿيو ۽ اڳتي هلي طالب المولىٰ اورينٽل ڪاليج هالا جو پرنسپال بہ رهيو. شاعريءَ ۾ سندس استاد طالب المولىٰ هو. هن جي شاعريءَ ۾ قومي ۽ روايتي رنگ نمايان آهي.

سندس شاعريءَ ۾ تغزل، اشاريت، معنويت جهڙيون خوبيون چٽيون نظر اچن ٿيون. سندس ڪلام ۾ محاورن، اصطلاحن جي ڪتب آڻڻ، برجستگي، رواني، جذبن جي فراوانيءَ جي موجودگي ڪيس عروضي شاعريءَ ۾ اهم درجو عطا ڪن ٿا. اصلاحي تنقيدون، حسن ۽ جمال، نيرنگين جو بيان، وفا ۽ جفا جون حڪايتون، محبوب جي عنايتون ۽ شڪايتون ۽ محبوب جي ثنا سندس شاعريءَ جا اهم موضوع آهن. سندس غزل جي هڪ بند جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

تنهنجا واسينگ مثل وار بہ سبحان الله،
تنهنجي گفتار ۽ رفتار بہ سبحان الله.

هن غزل، قطعي، نظم وغيره جهڙين صنفن تي بہ طبع آزمائي ڪئي آهي.

**سروري، ولي**: ولي محمد رونجهو المعروف ولي سروري 1924ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ ڄائو. ڪراچيءَ جي مقامي اسڪولن مان تعليم ورتائين. بي. اي ڪرڻ کانپوءِ بي. ايڊ، ايم. ايڊ ۽ اردو ۽ فارسي ادب ۾



ايم. اي جا امتحان امتيازي حيثيت سان پاس ڪيائين. ڪجهہ وقت علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي، حيدرآباد ۾ ريجنل ڊائريڪٽر جي عهدي تي رهيو 13 سيپٽمبر 1990ع تي ڪجهہ وقت لاءِ سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري بہ مقرر ٿيو. هن 1953ع کان لکڻ شروع ڪيو. شروعاتي دور ۾ الهه بخش سرشار عقيليءَ جي صحبت ۾ رهي، ولي سرشاريءَ جي نالي سان لکڻ شروع ڪيائين. ان کانپوءِ مخدوم طالب المولىٰ جي محفل سخن سان وابستگي اختيار ڪيائين جنهن بعد 1961ع کان ولي سروريءَ جي قلمي نالي سان سڃاپڻ لڳو.

ولي سروري لطيفيات جي اڀياس جي سلسلي ۾ وڏي جاکوڙ ڪئي آهي. ان سلسلي ۾ ڪيترن ئي لطيفي ماڳن، پنڌن، پڊن، پٽن، اوتارن، ٿر ۽ بر جا پنڌ ڪري لطيفي فقيرن سان رهاڻيون ڪيائين ۽ انهن جي روايتن کي قلمبند ڪيائين.

**سر وليم جونز**: انگريز قانوندان ۽ لسانيات جو ماهر سر وليم جونز، جنهن کي برطانيہ ۾ ايشين اسٽڊيز جو باني تصور ڪيو وڃي ٿو، 1746ع ڌاري لنڊن ۾ پيدا ٿيو. هن ننڍي هوندي کان ئي مختلف ٻولين سکڻ ۾ دلچسپي ورتي. هن هڪ عرب شهريءَ کان عربي زبان ڳالهائڻ سکي. وليم جونز فارسي ۽ اطالوي ٻوليءَ ۾ بہ خوب مهارت حاصل ڪئي. هي

هسپانوي، پرتگيزي، عبراني، ترڪي ۽ ٻين ڪيترين ئي زبانن جو علم ڄاڻندو هو. هن فارسي شاعر حافظ شيرازيءَ جي شاعريءَ جو ترجمو فرانسيسي ٻوليءَ ۾ ڪيو ۽ فرانسيسي، انگريزي ۽ لاطيني شاعريءَ تي گهڻا مقالا شايع ڪيا. 1772ع ڌاري هي برطانوي اداري رائل سوسائٽيءَ جو فيلو منتخب ٿيو ۽ 1773ع ۾ سيموئل جانسن جي لٽرري ڪلب جو رڪن بڻيو. وليم جونز 27 سالن جي عمر ۾ انگلنڊ ۾ وڏو ايشيائي محقق بڻجي ويو. هن 1778ع ۾ ڪلڪتي ۾ برطانوي هاءِ ڪورٽ ۾ جج جي عهدي لاءِ درخواست ڏني، پر اها درخواست ڪافي سال التوا جو شڪار رهي، جو هي آمريڪا ۾ نئين آبادي خلاف جنگ جو شديد مخالف هو. پر مارچ 1783ع ۾ هن کي جج جو عهدو ۽ نائٽ جي خطاب سان نوازيو ويو ۽ هي هندستان روانو ٿيو. جنوري 1784ع ۾ وليم جونز بنگال ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جو بنياد رکيو ۽ ان جو تاحيات صدر رهيو. هن 1788ع ڌاري 'ايشياٽڪ ريسرچز' نالي رسالو شروع ڪيو ۽ پهرين ڇهن جلدن ۾ وڌ کان وڌ لکڻيون هن جون ئي هيون. 1785ع ڌاري هن سنسڪرت جو مطالعو شروع ڪيو ۽ اڳئين سال بنگال ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي صدارتي خطبي ۾ هن سنسڪرت کي يوناني ۽ لاطيني ٻولين جي وڌيڪ ويجهو ڄاڻائيندي انهن جي گڏيل ماخذ جو امڪان ظاهر ڪيو. هن اها راءِ به ڏني ته گوٿڪ، ڪيلٽڪ ۽ فارسي زبان هڪ ئي لساني خاندان سان تعلق رکنديون هيون، جن کي اڄ انڊو-يورپين ٻوليون چيو وڃي ٿو. وليم جونز 1789ع ۾ پهريون دفعو عظيم هندستاني شاعر ڪاليداس جي ناٽڪ 'شڪنتلا' جو انگريزي ترجمو ڪيو. هن ڪجهه ٻين سنسڪرت تحريرن جا ترجما به ڪيا، جنهن ۾ 'منو شاستر' به شامل آهي. وليم جونز 1794ع ۾ وفات ڪئي.

**سر وليم فرملينٽن:** هندستان ۾ انگريز مغلن جي زماني ۾ آيا ۽ هنن پهرين تجارتي ڪوٺي 1618ع ۾ سورت ۾ قائم ڪئي، جيڪا پوءِ سندن هيڊ ڪوارٽر بڻجي وئي. انگريزن جي هيءَ ڪوشش رهي ته اهي هندستان ۾ اهڙن شهرن ۾ تجارتي ڪوٺيون کولين، جتي کين سنو ۽ سستو مال ملي سگهي. ان زماني ۾ جيئن ته سموري هندستان تي مغلن جي حڪومت هئي، ان ڪري هنن مغلن سان ناتا وڌائڻ لاءِ پنهنجا سفير سندن دربار ۾ موڪلي مختلف شهرن ۾ تجارتي ڪوٺين کولڻ جي اجازت گهري، انهن ڏينهن ۾ سنڌ به هڪ سرسبز ۽ زرخيز ملڪ هو خاص ڪري ٺٽو واپار جو مرڪز هو ۽ لاهري بندر مشهور بندرگاهه هو، جنهن رستي واپار خليج فارس، گوا، گجرات، عدن ۽ آفريڪا سان هلندو هو. ان ڪري انگريزن سنڌ سان تجارتي ناتن رکڻ لاءِ لهه وچڙ شروع ڪئي ۽ هتي ڪيترائي انگريز سياحن جو روپ ڌاري جاسوسي ڪرڻ آيا. 1620ع ۾ جڏهن ائنٽي سٽارڪي هتي پهتو ته پورچوگيز پادريءَ کيس زهر ڏئي ماري ڇڏيو. ان ڪري انگريزن ضروري سمجهيو ته پورچوگيزن سان ناهه ڪجي. نيٺ 1635ع ۾ ڪمپنيءَ جي هندستاني ڊائريڪٽر وليم ميٿولڊ ۽ پورچوگيزن جي وچ ۾ ناهه ٿيو. اهڙي طرح ڪمپني سر وليم فرملين جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ وفد ٺٽي موڪليو. وليم فرملين پهرين سورت ڪمپنيءَ جو اسسٽنٽ ڊائريڪٽر هو، جيڪو ٺٽي ۾ پنهنجن ٻن ساٿين جان سپلر ۽ رچرڊ موئلي سان گڏ ڊسڪوري جهاز رستي لاهري بندر تي پهتو. جيئن ته وٽن مغل دربار جو شاهي پروانو هو، ان ڪري ٺٽي جي عملدارن سندن آڌر ڀاءُ ڪيو ۽ سندن رهائش لاءِ شهر ۾ هڪ جاءِ جو به انتظام ڪيو. فرملين سنڌ ۾ پهرين تجارتي ڪوٺي کولي، جنهن جي هيڊ آفيس ٺٽي ۾ ۽ شاخون نصرپور ۽ سيوهڻ ۾ هيون. فرملين ڪمپنيءَ جو ريذيڊنٽ مقرر ٿيو. جنهن جي پگهار 2 سئو پائونڊ هئي. هن ڪمپني هائوس به ٺٽي شهر ۾ تيار ڪرايو. وٽن هڪ سرڪاري ڊاڪٽر رهندو هو. ڊاڪٽر جي غير حاضريءَ ۾ وقت به وقت ديسي حڪيم به نوڪر رکندو هو. ٺٽي جي هڪڙي حڪيم حاجي محمود کي ڪمپنيءَ پاران 15 رپيا ماهوار پگهار ملندي هئي. هن اهڙا ديسي ايجنٽ ۽ دلال مقرر ڪيا، جن جي معرفت هو شهر ۾ مال نيڪال ڪندا هئا. ڪمپنيءَ جي دفترن جا منشي سنڌي ۽ فارسي دان هئا. في منشيءَ کي ساليانو 50 پائونڊ پگهار ملندي هئي. ريذيڊنٽ نوابن ۽ سرڪاري عملدارن سان ملندو به هو. وليم فرملين هتي آيو ته تجارت لاءِ هو ۽ ڪمپنيءَ جو خاص ملازم هو پر سندس انتظامي صلاحيتون ۽ ڪمپنيءَ جي مرڪز ڏانهن موڪليل هر خط ۽ رپورٽ سنڌ جي سياسي، معاشي ۽ تجارتي تاريخ جو اهم باب آهي. ان زماني ۾ فرملين کي ڪمپنيءَ طرفان هدايت هئي ته سنڌ مان نير تمام گهڻو خريد ڪري نير جي پيدائش جو مکيه مرڪز سيوهڻ هو. جتي ساليانو به سئو مڻ نير پيدا ٿيندو هو. سنڌ جو نير سرڪيج جي نير کان بهتر هوندو هو. ڪمپني مغل شهزادن کي رشوت ڏئي سمورو نير هٿ ڪري بصري ۽ ترڪيءَ تائين وڪرو ڪندي هئي. فرملين لکي ٿو ته: سنڌ ۾ سن ۽ ٻوبڪ ۾ نير تمام گهڻو ٿئي ٿو. اتان هڪ هزار مڻ نير ٺٽي پهچندو هو. ان وقت نير جي قيمت في سير اٺ آنا هئي. لاهور جي نير جي قيمت في پاءُ اٺ پئسا ۽ احمد آباد جي نير جي قيمت پاءُ نَوَ پئسا هوندي هئي. ڪمپني انهن جي مقابلي ۾ سيوهڻ ۾ نير جي قيمت ٻارهن پئسا ڏيندي هئي. گورنر ڏانهن موڪليل نير تي محصول چار رپيا في مڻ هو. سنڌ ۾ نير مٽي ۽ واري ملائي وڪرو ڪيو ويندو هو. انهن ڏينهن ۾ سنڌ جو مال ڏاڍو مقبول هو. سر وليم فرملين تجارتي لحاظ کان هتي جيڪي ڏٺو سو لکيو ۽ آگري کان ٺٽي تائين سفر به ڪيو. ان دوران هن پنهنجا مشاهدا قلمبند ڪري ڪمپنيءَ کي موڪليا، جيڪي تاريخ جو اهم حصو آهن.

**سروهي** (ديهه): تعلقي گمبٽ ۽ ضلعي خيرپور ميرس جي هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن.

خانپور، منگلا، گل محمد جاگيراڻي، قليو، قيصر خان جاگيراڻي، عيسو ناريجو ۽ غازي خان

**سرويچ سجاولي:** ناليواري عوامي ۽ انقلابي شاعر سرويچ سجاوليءَ جو اصل نالو محمد صديق ولد خميسو خان تارڙو هو. سندس جنم 14 مارچ 1937ع تي ڳوٺ ابراهيم تارڙي سجاول، ضلعي ٺٽي ۾ ٿيو. هن ابتدائي تعليم سجاول ۾ ورتي. سندس پيءُ بنيادي طور هاري هو.

نندي هوندي چار درجا بدين ۾ ڳوٺ ححڪاڏني ساريجي ۾ پڙهيو، چوٿين جماعت پاس ڪيائين تہ ڳوٺ مان اسڪول ڪچي وڃڻ سبب سندس تعليم جو سلسلو رڪجي



ويو ۽ هيءُ پيءُ سان گڏ هارپو ڪرڻ ۽ مال چارڻ لڳو. چوڏهن سالن جو ٿيو تہ سندس والدين اباڻي ڳوٺ ۾ لڏي آيا، جتي هارپو بہ ڪيائين ۽ پڙهندو بہ رهيو. شاعريءَ جي ابتدا 1957ع کان ڪيائين. شاعريءَ ۾ مولوي احمد ملاح جي شعرن کان متاثر ٿي شاعري ڪرڻ لڳو. 1958ع ڌاري هڪ جلسي ۾ شعر پڙهيائين تہ وقت جو ڪليڪٽر محمد يوسف جوڻيجو ڪانئس متاثر ٿيو ۽ پڙهيو لکيو هئڻ باوجود هارپي ڪرڻ جي خبر پوڻ تي ڪيس ٽائون ڪاميٽي سجاول ۾ منشي مقرر ڪيائين ۽ 1972ع تائين منشي رهيو ان کان اڳ ۾ سنڌي فائينل جو امتحان پاس ڪرڻ بعد 1960ع کان 1962ع تائين الهاشميہ مدرسي سجاول ۾ پڙهايو هي 1973ع کان 1977ع تائين سجاول ۽ دڙي جي ٽائون ڪاميٽين جو ايڊمنسٽريٽر پڻ مقرر ٿيو. سرويچ، شاعريءَ جي شروعات 1959ع کان ڪئي.

سرويچ سجاولي سنڌ جو بهترين عوامي شاعر رهيو آهي، جنهن جي شعرن جي سنڌ جي اڪثر سياسي توڙي ادبي اسٽيجن تي گونجار رهي آهي. هن عروض جي اڪثر صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي. سرويچ جي شاعري سادي ۽ سنڌ جي نج ٻهراڙيءَ واري ماحول جي عڪاسي ڪندڙ ۽ قومپرستيءَ واري آهي. سنڌ جي ڪيترن سريلن فنڪارن سندس شاعري، ريڊيو، ٽي. وي ۽ آڊيو ڪئسٽن ۾ ڳائي آهي. انڊيا جي نامياري فنڪار يڳونتي ناواڻيءَ جي آواز ۾ بہ سرويچ سجاوليءَ جا رڪارڊ ٿيل ڪجھ ڪلام آل انڊيا ريڊيو تان نشر ٿيندا رهيا آهن. سرويچ جي شاعريءَ جي ٻولي بلڪل سادي آهي ۽ ان ۾ رواني ۽ لفظن جو جادو موجود آهي. هن جي شاعري ڏکويل ۽ مظلوم پورهيتن جي دردن جي ترجماني ڪري ٿي. سرويچ سجاوليءَ کي سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ سان جنون جي حد تائين پيار هو. سندس هڪ شعري مجموعو 'آليون اکيون، اٽيا وار' 1972ع ۾ شايع ٿيو، جنهن تي ڪيس رائٽرز گلڊ پاران هڪ هزار روپيا انعام مليو هو.

سرويچ سجاولي جي فن کي سندس زندگيءَ ۾ ئي وڏي مڃتا ملي، ڪيترن ئي قومپرست ۽ سياسي اڳواڻن ڪيس عوامي، انقلابي ۽ قومي شاعر سڏيو. سندس ڪتاب 'آليون اکيون، اٽيا وار' ڪراچي يونيورسٽي جي.ايم.اي سنڌي جي نصاب ۾ پڻ شامل ڪيو ويو آهي. سندس فن جي مڃتا طور ڪيس ڪافي اوارڊ بہ مليا.

سرويچ سجاولي 'ماجر پبليڪيشن' ۽ 'لاڙ پبليڪيشن' جو سرپرستِ اعلىٰ پڻ هو. هو سنڌي ادبي سنگت، بزم شعراء سنڌ ۽ ٻين ڪيترن ئي ادبي توڙي سماجي تنظيمن سان سلهاڙيل رهيو. سرويچ سياسي ميدان ۾ پڻ سرگرم رهيو. سندس واسطو مختلف وقتن تي جيئي سنڌ تحريڪ، عوامي تحريڪ، پاڪستان پيپلز پارٽي سان رهيو. 1970ع جي ڏهاڪي ۾ جيڪا سياسي هلچل ٿي، ون يونٽ مخالف تحريڪ اڀري، سنڌي ۾ ووٽر لسٽون ناهڻ لاءِ ماڻهن احتجاج ڪيا، ان دوران 4 مارچ وارو واقعو پيش آيو ۽ نيٺ ايوب جي آمريت جو خاتمو ٿيو. انهيءَ سڄي تحريڪ ۾ سياسي ۽ سماجي سجاڳي آڻڻ ۾ سرويچ جي شاعري جو وڏو ڪمال هو. ڪيس ايم.آر.ڊي تحريڪ وارن ڏينهن ۾ گرفتار پڻ ڪيو ويو. هن شاعريءَ جي نظم، غزل، گيت، لوڪ گيت، وائي، بيت، دوها، قطعا وغيره جهڙين صنفن ۾ لکيو.

هن جو ٻيو ڪتاب 'ٻئي ڪنڌيون مهراڻ جون'، سندس وفات بعد 2008ع ۾ ڇپيو.

سنڌ جي هن عوامي انقلابي شاعر 22 آڪٽوبر 2007ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرام گاهہ سندس اباڻي ڳوٺ ابراهيم ٽارڙو، لڳ سجاول، ضلعي ٺٽي ۾ آهي.

**سرهه** Sindh Ibex/Capra Aegagrus: سنڌ ۾ ملندڙ سرهہ بابت حيوانات جي ماهرن جو چوڻ آهي تہ ابتدا ۾ آئبيڪس، هماليہ، ڪوهہ سليمان ۽ چلتن جبلن جي بلندين تي رهندا هئا. انهيءَ اصل آئبيڪس جو جڏهن جهنگلي ٻڪري سان ميلاپ ٿيو تہ هڪ نئون نسل پيدا ٿيو، جنهن کي سرهہ يا پهاڙي ٻڪرو /Sindh Ibex Capra Aegagrus سڏيو ويو. ان چوپائي ۾ آئبيڪس (Ibex) ۽ جهنگلي ٻڪري واريون ٻئي خاصيتون موجود هيون. ان نئين جاندار سليمان ۽ چلتن جبلن جي پيچرن کي لتاڙيندي اچي کيرٿر کي پنهنجو مسڪن بڻايو. ڪن ماهرن جو وري



خيال آهي تہ: "ٿي سگهي ٿو تہ اسان جي سنڌ ۾ بہ قبل از تاريخ اصل سرهہ موجود هجن. ان اوائلي سرهہ ۽ جهنگلي ٻڪريءَ جو سنجوڳ بہ هن ڌرتيءَ تي ٿيو هجي." ممڪن آهي تہ اصل آئبيڪس گهٽو اڳ ختم ٿي ويو هجي. باقي هي موجوده نسل ڪيترن ئي سالن کان سنڌ جي پهاڙن ۾ ٽينگ ٽپا ڏيندو ٿو وتي. شاهہ لطيف ڀٽائي بہ سُر ديسي ۾ سرهہ کي ڳايو آهي:

جبل ۾ جانار، سرهہ گڏبئي سسئي،
پني پوءِ پورائين، ٻانيڻ جي ٻاڪار،
هوتاڻي هيڪار، مولا مون ميڙئين.

سرهه، خوراڪ ۽ پنهنجي حفاظت يا آبهوا جي خيال کان اوچائيءَ وارن هنڌن تي رهندو آهي. هن جو چراگاهه زميني سطح کان گهٽ ۾ گهٽ 1200 فوٽن تي هوندو آهي.

هي جانور گولاڙن، کپ، کور، ڪونيٽ ۽ روهيڙي جي گلن کان سواءِ لُنب، کيهه، پتر، کيهه، مريڙو ۽ ٻيا موسمي گاهه کائيندو آهي.

سرهه سهل پسند ۽ تمام نفيس جانور هئڻ ڪري ڪچڙن گاهن ۽ گونچن تي گذارو ڪندو آهي. خاص ڪري ٿوهر جا گونچ ۽ ان جي ڪچڙي گُري هن جي مرغوب غذا آهن.



هي جاگري ٻير شوق سان کائيندو آهي ۽ جاگرين ٻيرن جنگهن ۽ سڱن سان ڏوٽي کائيندو آهي. گگر، ولين جي گلن ۽ ميون تي گذارو ڪندو آهي. ساڳئي وقت هي اهڙو سخت جان چوپايو آهي، جيڪو ڏڪار وارين حالتن ۾ ڏڪار وارين حالتن ۾ گگر ۽ ڪونيٽ وغيره جي چوڏن تي به گذارو ڪري ويندو آهي. سرهه سخت ڪاڙهي ۾ ٽن چئن ڏينهن تائين پنجن ڇهن لٽرن پاڻيءَ تي جيئرو رهي سگهي ٿو.

سرهه جي نر ۽ ماديءَ کي سڱن وسيلي آسانيءَ سان سڃاڻي سگهجي ٿو. نر جا سڱ تمام وڏا، ڏگها، ٿلها ۽ پوئتي 270 ڊگرين تائين تلوار جيان وريل هوندا آهن. ماديءَ جون شاخون سنهڙيون ۽ ننڍڙيون ٿين ٿيون. سرهه جي بيضوي سڱن ۾ ڇلا (Rings) ٿيندا آهن، اهي ٽي انچ کن قطر وارا ڇلا سندس عمر کي ظاهر ڪن ٿا. سرهه جي سڱ اندر ڇرٻيءَ سان ڀريل هڏيءَ مٿان مضبوط ڪوپو چڙهيل هوندو آهي، جيڪو ڪارائيءَ سان به ڪٽجي نه سگهندو آهي. سرهه جي مرڻ ۽ سڱ جي خراب ٿيڻ بعد اهو ڪوپو پاڻمرادو لهي ويندو آهي.

فقيرن وٽ وڄائڻ وارا ناد ۽ نفيلون سرهه جي سڱ جون ٺهيلن هونديون آهن.

ڊاڪٽر مجيد چانڊيو ڪيترائي سال جارجيا ۽ ڪوهه ڪاف ڏي رهيو آهي، ان جي چوڻ مطابق اتان جا ماڻهو ڪوهه ڪاف جي سخت برف باريءَ ۾ رهندڙ آئيبيڪس جي سڱن ۾ مڌ/ شراب ڀري پيئندا آهن. ٽالسٽاءِ جي ناول 'انّاڪرينا' ۾ به هڪ اهڙي ڪردار جو ذڪر آهي، جيڪو سرهه جي سڱ ۾ شراب پيئندو آهي.

دنيا ۾ ڊيگهه جي لحاظ کان سرهه جو سڱ اڄ به رڪارڊ آهي ٿي. جي رابرٽ پنهنجي ڪتاب The Mammals of Pakistan ۾ لکي ٿو ته 1870ع ۾ جنرل اي. سي مارسٽن هڪ سرهه ساڍا ڇاونجاهه انچ سڱن وارو ماريو هو. ان کانپوءِ وري هتان ئي 1912ع ۾ هڪ سوا ڇاونجاهه انچ سڱن وارو سرهه شڪار ڪيو ويو. پوليس عملدار غلام سرور جماليءَ جي ذاتي مشاهدي مطابق کيرٿر ۾ پنجاهه انچن وارا سڱ رکندڙ جانور به ڏٺا ويا آهن.

سنڌ ۾ سالن کان خشڪساليءَ جي ڪري سرهه ۽ ٻين جانورن جي نشو نما کي ڪافي ڌڪ لڳو آهي. سرهه جي واڌ ويجهه جو دارومدار ماحول، آبهوا، ڪاڌ خوراڪ ۽ برسات تي آهي. مينگهه ملهار جي موسم ۾ نر ۽ ماد ويجها ٿيندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن سندن لڳ به بي اثر ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ جو خوراڪ جي ڪميءَ جي ڪري نر ميلاپ لاءِ تيار نه ٿي سگهندو آهي ۽ مادي به گاهه جي گهٽتائيءَ جي ڪري ٽُنبجي پوندي آهي يا ڪمزور ڦرڏيندي آهي. نر ميلاپ بعد ايترو ته ڪمزور ٿي پوي ٿو جو ولر ڇڏي نالن ۽ نئين جي ترن ۾ وڃي پناهه وٺي ٿو. جبل جي ڪڇ ۾ گهمر، گاهه ۽ چانورو گهڻو هئڻ ڪري، نر ڪجهه عرصو ان جي وادين ۾ رهي، پنهنجي جسماني حالت بهتر ڪري، وري وڳ ۾ ايندو آهي.

سرهه پنهنجي ولر ۾ پنهنجي وڏي يا بزرگ کي وڏو مان ۽ مرتبو ڏيندا آهن. ميلاپ جو حق به صرف وڏي سرهه کي هوندو آهي. جيڪڏهن ڪوبه ننڍو سرهه پنهنجي مکيءَ جو احترام نه ڪندو آهي ته ٻيا نوجوان ۽ وانا به گڏجي پوڙهي سرهه جي مدد لاءِ سڱ تيز ڪندا آهن. نيٺ مکي ۽ باغيءَ مان هڪ کي هار مڃي، ڌڻ کان ڌار ٿيڻو پوندو آهي. وڙهڻ مهل سرهه جا سڱ ڪلهن تائين هيٺ اچي وڃن ٿا. اڪثر زخمي ٿيڻ بعد هنن جي ڦٽن ۾ جيت پئجيو وڃن. هي جانور ايترو ته خوددار آهي، جو زخمي، مولهو يا ناتنو ٿيڻ بعد جوءِ ڇڏي، مرڻ لاءِ مٿي بلندين ڏي هليو ويندو آهي. هو اونداهين غارن ۾ لڪي، اهڙي جاءِ تي وڃي پنهنجو انت آڻيندو آهي، جو هن جا هڏا به اتي ئي سڙي ڳري ويندا آهن. مطلب ته مرڻ بعد هن جو مڙهه هٿ نه ٿو اچي.

سرهه جي مادي ٽن سالن ۾ بلوغت ۾ پير پائي ٿي. هو سال ۾ هڪ دفعو لڳ ڪري، ڇهه مهينا گرڀ هاري رهي ٿي. اڪثر جنوري يا فيبروريءَ ۾ ٻچو ڏيندي آهي. جيڪڏهن برسات ۽ گاهه سٺو آهي ته هر ماديءَ کي پويان ٻه ٻچا نه ته عام طرح هڪ ٻچو ڏٺو ويو آهي. ڦر سال کن ماءُ سان گڏ رهي، پوءِ وڏا ٿي، نئون ولر ٺاهين يا ان ولر ۾ ئي پنهنجي جاءِ پيدا ڪندا آهن.

سرهه قد بت ۾ وڇڙو گابي جيترو ٿيندو آهي. هو شاخن سوڌو ماڻهوءَ جي قد کي ڇهي هلندو. هن جي ڊيگهه نڪ کان پڇ تائين سراسري ساڍا چار فٽ ٿيندي آهي، سرهه جي نر جو وزن پنجيتاليهن کان نوي ڪلوگرام ۽ مادي تور ۾ پنجويهن کان پنجونجاهه ڪلوگرام ٿئي ٿي.

نر سرهه جي چار انچ کن ڪاري ڏاڙهي ۽ هٿ جيترو ڪارسرو پڇ پري کان ئي پڌرو آهي. سرهه جي مادي ميرانجهڙي ۽ نر جي خاڪي ڪلر تي انچ کن بچ چڙهيل هوندي اٿس. ملهار جي مند ۾، مستيءَ جي ڪيفيت ۾ نر پنهنجي ٽنگن تي پيشاب هڻندو آهي، ان ڪري ڪلهن کان وٺي سترن تائين ڪارا پٽا ٺهي پوندا اٿس.

ڪوهستاني ماڙهو پهاڙي ٻڪر کي ’ٽير‘ ۽ ماديءَ کي ٻڪري يا ’آئي‘ سڏين ٿا. هن ڦڙتيلي ساهدار کي جبلن تي جهلڻ تمام مشڪل آهي. البت پٽ تي ڪيس ڪتا ۽ ٻيا جانور ڪنيي وڃن ٿا. هن جي چيريل کرن ۾ جڻ چقمق لڳل آهي. هي اپي ٽڪريءَ تي به ٽپو ڏئي، ڪرڙيءَ جيان چنبڙي پوندو آهي. هو هيناهينءَ طرف وڏو ٽپو ڏئي ٿو سرهه جڏهن به مٿانهين تي ڇلانگ ڏيندو آهي ته هيٺ سڱن ڀر اچي ڦهڪو ڪندو آهي. ماهرن جو خيال آهي ته سرهه جي بل ڏيڻ مهل اها منشا هوندي آهي ته هو اُتي پيرن ڀر وچي بيهندو، پر ڳورن سڱن ڪري توازن برقرار رکي نه سگهندو آهي، ان ڪري پير کپڻ کان اڳ ئي سڱن ڀر اچي ڪِرندو آهي.

سرهه ڏڻ جي صورت ۾ رهڻ پسند ڪندو آهي. اڪثر ڏڻ ۾ ڏهن کان ستر جانور رهڻ پسند ڪندا آهن. هن جي ولر جي چرڻ تمام منصوبابنديءَ سان هوندي آهي. سرهه فجر جي هلڪي سهائيءَ ۾ چوڳو شروع ڪري ٿو، هو ان مهل هر شيءِ کي ماحول جو حصو سمجهندو آهي، ڀلي ڪو انسان به ساڻس هلندو رهي. هو تيستائين ان مان ڪو خطرو محسوس نه ڪندو آهي، جيستائين ڪيس انساني بوءِ نه اچي. سرهه پرهه ڦٽيءَ کان ڪچڙي منجهند تائين ٽي ڪلوميٽر ڪن چرندو آهي، پوءِ منجهند جو دير آرام ڪندو آهي. هو سياري ۾ بلنديءَ تي تڙڪي ۾ ۽ سانوڻ ۾ گوچار ۾ ڪجهه دير آرام ڪري، وري چرڻ شروع ڪندو آهي. آخر شام تائين ٽي ڪلوميٽر ٻيا چرڻ بعد رات گذارڻ لاءِ ڪا محفوظ جڳهه ڳولي وٺندو آهي. شڪاري اڪثر سرهه جو شڪار ٻن طريقن سان ڪندا آهن. جوهه واري طريقي ۾ خفتي لڪي ڇپي، سرهه جي ڀرسان پهچي، ڪيس بندوق جو نشانو بڻائيندو آهي. سرهه جو گوشت ايترو سوادي نه آهي. سرهه جو پتو پراڻي زڪام ۽ نظر جي ڪمزوريءَ لاءِ حڪيم استعمال ڪندا آهن. يرقان جي بيماريءَ لاءِ هن جي اوجهه جو ڇاڻيل پاڻي مفيد سمجهيو وڃي ٿو. ديسي علاج مطابق سرهه جو رت، تلي وڌيل ٻار لاءِ ۽ حڪيم هن جو سڪل گوشت سنڌن جي سور لاءِ دوا ۾ ڪتب آڻيندا آهن.




**سرهائيءَ جي سوڀ** (ڪتاب): هي ڪتاب مشهور فلاسافر برٽرينڊ رسل جي مشهور ڪتاب 'Victory of Happiness' جو ترجمو آهي، جيڪو اُستاد ۽ اديب غلام علي چنا ڪيو آهي. هي ڪتاب نفسيات جي موضوع تي آهي ۽ دنيا جي ڪيترين ٻولين ۾ ترجمو ٿي لکن جي تعداد ۾ ڇپجي چڪو آهي. هي ڪتاب انسانن کي پرمسرت زندگي گذارڻ جو ڍنگ سيکاري ٿو ۽ انهن کي مايوسيءَ ۽ نراسائيءَ ۽ بيزاريءَ جي ذهڻ مان ڪڍي، خوشدلي، خوش خيالي ۽ سرهائيءَ جو رستو ڏيکاري ٿو ۽ مسئلن سان منهن ڏيڻ جو رستو ڏيکاري ٿو. ڊيمي سائيز جي 178 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، ڪنول پبليڪيشن قنبر، جولاءِ 2005ع ۾ ڇپايو آهي ۽ ان جو ملهه 80 رپيا آهي.

**سرهندي** (ذات): سرهندي حضرت عمر فاروق رضہ جي اولاد مان آهن ۽ فاروقي سرهندي سڏجن ٿا. سندن مورث اعليٰ امام احمد رباني مجدد الف ثاني هو، جنهن جي ولايت 14 شوال 1563ع ۾ هندستان جي شهر سرهند انبالا (پنجاب) ۾ ٿي. سرهندي بزرگن مان ڪجهه هجرت ڪري اچي سنڌ ۾ مٽياري، ٽنڊي سائينداد ۽ ڪاماري شريف ۾ ويٺا. جتي سندس ڪافي مريد ٿيا ۽ سرهندي پير سڏجڻ لڳا. سنڌ جا سرهندي پير ٻارهن واسطن سان امام احمد ربانيءَ ۽ چوئيتاليهن واسطن سان حضرت عمر فاروق رضہ خليفه الثانيءَ سان واسطو رکن ٿا.

**سرهندي، پير بهاءُ الدين ’بها‘**: موسيقيءَ جي ماهر ۽ شاعر پير بهاءُ الدين ’بها‘ جو پورو نالو پير بهاءُ الدين ولد پير نثار احمد سرهندي آهي. سندس خاندان مشهور پير طريقت، حضرت مجدد الف ثانيءَ جي اولاد مان آهي. پير بهاءُ الدين جو والد مٽياريءَ جي بزرگ آغا عبدالرحيم سرهنديءَ جو پوٽو آهي. آغا صاحب جي درگاهه هزارين عقيدتمندن جي فيض جو سرچشمو رهي آهي ۽ اڄ به هزارين عقيدتمند هن درگاهه تان فيض حاصل ڪندا رهندا آهن. پير بهاءُ الدين، مٽياري شهر ۾، 11 مارچ 1954ع ۾ جنم ورتو. پاڻ پرائمريءَ کان مئٽرڪ تائين تعليم مٽياريءَ ۾ حاصل ڪيائين. مسلم ڪاليج حيدرآباد مان انٽر ڪرڻ بعد سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان 1973ع ۾ بي. اي (آنرس) ڪيائين. 1975ع ۾ سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد مان ايل. ايل. بي ڪرڻ بعد 1978ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي (اقتصاديات) ڪيائين. پير صاحب زمينداري پيشي سان وابسته آهي. سندس طريقت جي حوالي سان نقشبندي مسلڪ سان واسطو آهي. ديني علمن ۽ تصوف تي وسيع مطالعو رکي ٿو ۽ ان حوالي سان سندس شمار سنڌ جي ڳاڻ ڳڻين شخصيتن ۾ ٿئي ٿو.

پير صاحب کي ننڍپڻ کان وٺي شاعريءَ جو شوق رهيو. 11-12 سالن جي عمر کان شاعري ڪيائين. شاعريءَ ۾ ’بها‘ تخلص ڪم آڻيندو آهي. غزل تي ملڪو حاصل اٿس. سنڌي ادبي سنگت مٽياريءَ جون گڏجاڻيون ڪيترا سال سندس اوطاق تي ٿينديون رهيون. ڪاروان ادب سنڌ مٽياريءَ جي ادبي اجلاسن کان سواءِ ڀٽ شاهه، هالا توڙي سنڌ اندر مشاعرن جي محفلن ۾ شرڪت ڪندو رهندو آهي.

پير بهاءُ الدين ’بها‘ هن وقت موسيقيءَ جي وڏن ڄاڻن ۾ شمار ٿئي ٿو. ڪيس شاعري ۽ موسيقيءَ سان ننڍپڻ کان وٺي شوق ۽ شغف

رهيو. استاد منظور علي خان جي سوٽ استاد رشيد علي خان ڪان باقاعدي موسيقيءَ جي سکيا ورتائين. سنڌ ۾ موسيقيءَ جي وڏن ڄاڻن، پير غلام رسول شاهه ميرپورخاص واري، پيرمٺن شاهه ۽ پير غلام حيدر شاهه پٽ شاهه واري ۽ پير محمد زمان شاهه مٽياريءَ واري سان پير بهاءُ الدين 'بها' جو جوڙ رهيو. مٽياريءَ ۾ پير محمد زمان شاهه ۽ سندس اوطاق تي موسيقيءَ جون وڏيون وڏيون محفلون ٿينديون رهيون آهن. لاهور جا مشهور گويا حسين بخش گلو، استاد تصدق علي خان، استاد ذاڪر خان، استاد شرافت علي خان، قاضي احمد جو استاد منو خان ميراثي، استاد مجيد خان سارنگي نواز، استاد منظور علي خان ۽ بيا پير صاحب جي اوطاق تي موسيقيءَ جي محفلن ۾ اچي شريڪ ٿيندا هئا. پير محمد زمان شاهه ۽ پير امجد شاهه جيلانيءَ سان سندس خاص تعلقات رهيا آهن. پير صاحب لاهور ۾ ٿيندڙ آل پاڪستان ميوزڪ ڪانفرنس ۾ هر سال شريڪ ٿيندو هو. جنهن ڪانفرنس جو سيڪريٽري حيات محمد خان هو. اهي ڪانفرنسون اجا تائين ٿينديون آهن. پير صاحب ڪيترا ڀيرا بهاولپور ۾ ٿيندڙ موسيقيءَ جي محفلن ۾ گويا وٺي وڃي شريڪ ٿيندو هو. شاهه لطيف جي عرس تي ٿيندڙ هر سال موسيقيءَ جي محفلن ۾ باقاعدگيءَ سان شريڪ ٿيندو آهي. ٽن سالن تائين 'شاهه لطيف اوارڊ' ڪميٽيءَ جو جج پڻ رهيو.

پير صاحب، روزاني عبرت ۾ ڪيترا سال لڳاتار ڪلاسيڪي موسيقي ۽ راڳ بابت مضمون لکندو رهيو، جن ۾ سرن، تانن، راڳڻين وغيره جي نوٽيشن جي تعليم ڏيندو هو. پير صاحب جي شاعري رسالن ۽ مخزنن ۾ ڇپجندي رهي آهي، پر اجا سندس ڪو شاعريءَ جو مجموعو شايع نه ٿيو آهي.

**سرهندي، پير فدا محي الدين:** حضرت خواجه غلام محي الدين جڏهن پنهنجن ٻن پٽن نظام الدين ۽ فدا محي الدين سان 1790ع ۾ شڪارپور آيو، ان وقت شڪارپور جو گورنر نواب مولا داد افغان هو، جيڪو سندس معتقد هو ۽ حج جي سفر ۾ به ساڻس گڏ هو. ان ڪانپوءِ خواجه غلام محي الدين پشاور موٽي ويو. جڏهن پشاور تي سکن جو غلبو ٿيو ته هي بزرگ پنهنجي ٻن پٽن ۽ خاندان سميت 1221هه/1806ع ۾ سنڌ ۾ اچي رهائش پذير ٿيو. سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن سندس وڏي عزت ڪئي ۽ کيس ڪيترا هزار ايڪڙ زمين جاگير طور ڏني. خواجه غلام محي الدين 1244هه/1828ع ۾ حيدرآباد ۾ وفات ڪئي. سندس مزار حيدرآباد جي سرفراز ڪالونيءَ ۾ آهي.

**سرهندي، مولانا محمد حسين جان:** عالم ۽ شاعر پير مولانا محمد حسين جان سرهندي 1873ع ڌاري افغانستان ۾ قنڌار لڳ ڳوٺ ارغستان ۾ خواجه عبدالرحمان جي گهر ۾ جنم ورتو. هي اٺن سالن جو هو ته سندس والد قنڌار جي امير عبدالرحمان جي ظلمن کان تنگ ٿي هجرت ڪري سنڌ آيو ۽ ضلعي ٺٽي محمد خان جي ڳوٺ ٽکڙ ۾ اچي رهائش پذير ٿيو. ٽکڙ ۾ وڏن عالمن وٽ تعليم پرايائين. قرآن، حديث، فقه، منطق، نحو، رياضي وغيره ۾ ڪماليت حاصل ڪيائين. عربي ۽ فارسيءَ ۾ کيس دسترس حاصل هئي. وقت جي وڏن عالمن سان مناظرا ڪري ديني معاملا چٽا ڪيائين. هي طب جو به تمام وڏو ماهر هو. ماڻهن جو مفت علاج ڪندو هو. ديني علم جي واڌاري لاءِ ڪوششون ڪيائين. انهيءَ سلسلي ۾ ٽڙ ۾ عاليشان خانقاهه قائم ڪيائين. کيس شاعريءَ جو ننڍپڻ کان ئي شوق هو. اڳتي هلي عربي ۽ فارسيءَ جو قادرالڪلام شاعر ٿيو. 1911ع ۾ زمينداريءَ سبب ٽکڙ مان تعلقي ساماري ضلعي عمرڪوٽ ۾ 'پير سرهندي' نالي ڳوٺ ٻڌي رهڻ لڳو. سندس ڪلام 'خيابان سرهندي' جي نالي سان ڇپيل آهي. هن 1947ع ۾ وفات ڪئي.

**سرهو فقير:** سنڌ جي مشهور ڪافي گو شاعر ۽ صوفي بزرگ سرهو فقير ذات جو حجام هو. سندس تعلق ڳوٺ غلام نبي شاهه سان هو. غلام نبي شاهه ۾ سندس حجامڪو دڪان هو. هو نهايت ئي سچار، پرهيزگار ۽ عبادت گذار هو. غربت جي ڪري تعليم حاصل نه ڪري سگهيو. سندس ڳوٺ ۾ صوفي 'صادق' فقير مهمان ٿي آيو. جنهن جي سنوارت ڪرڻ لاءِ هن کي گهرايو ويو. صوفي صادق کيس مخاطب ٿي چيو 'سرها چڊ پاڻي ته مليئي ماني'. هي ان ننڍڙي جملي مان ايترو ته متاثر ٿيو، جو ترت پاڻي ڇڏي اچي صادق فقير جو مريد ٿيو. جنهن جي رهنمائيءَ ۾ رهي ذڪر حقيقيءَ ۾ مشغول ٿي، روحاني فيض حاصل ڪيائين. هن جي بزرگي ۽ ڪرامتن متعلق ڪافي روايتون موجود آهن. پاڻ روشن ضمير بزرگ هو. هن پنهنجي سڄي زندگي سير ۽ سفر ۾ گذاري ۽ زندگيءَ جو آخري دؤر جهوڪ شريف ۾ گذاريائين. هن جهوڪ شريف ۾ وفات ڪئي. سندس مزار ماتليءَ لڳ مگرين جي ڳوٺ جي پر ۾ آهي. جيڪو مقام 'سرهي فقير جو مقام' جي نالي سان ڄاتو وڃي ٿو. هن صوفي درويش بزرگ ڪيف ۽ وجد جي حالت ۾ ڪيترائي ڪلام چيا آهن، جن مان ڪيترائي زماني جي گردش سبب گم ٿي ويا. گهڻي ڪوشش ڪانپوءِ سندس ڪجهه ڪافيون دستياب ٿي سگهيون آهن. جنهن ۾ تصوف جو رنگ نمايان آهي.

**سرهي مشڪ (ڪتاب):** هي ڪتاب نامياري ڪهاڻيڪاره پوپٽي هيرانندڻيءَ جي ننڍين ڪهاڻين جو مجموعو آهي. ڪتاب ۾ 14 ڪهاڻيون، سرمئي مشڪ، دلال، طوفان ۽ گهٽ ۽ ساٽ، ديش ڀڳتي، ائين ڪليون مرجهائجن ٿيون، ويچارو، چوٽ، اڪيلائيءَ جو پاڪر، سهڻي يا سگهڙ، عورت جو وار، بي زبان پريت، مڪڙيءَ اندر ٻور ئي سڙي ويو هو، زما چور آهي ۽ مرد شامل آهن. ڪتاب تي مختصر پيش لفظ هولارام هنس لکيو آهي. هو لکي ٿو ته "زندگيءَ جي تصوير ۽ تنقيد، پوپٽيءَ پنهنجي ڪهاڻين ۾ پليءَ پٽ چڙي آهي... سندس ڪهاڻيون غم ۽ غصي، حيرت ۽ هيبت، پيار ۽ پڇتاءَ جون ڪهاڻيون



آهن ۽ ڪهاڻيون آهن انساني محبت ۽ نفرت، حرص ۽ حوا ۽ ترقي ۽ تنزل جون." ڪرائون سائيز جي 150 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، بيسٽ سنڌي سڀا بمبئيءَ، 1996ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 25 روپيا آهي.

**سرهيو** (Lebeo Gonuis): سرهيو ڇيلري مڇي ۾ شمار ٿئي ٿو. عام سرهيو پاءُ ڏيڍ جي وزن جو ٿيندو آهي. آنيءَ جي مند ۾ وڌ ۾ وڌ وزن ۾ اڌ ڪلو ٿيندو. جڏهن منڇر ۾ تازو پاڻي جام هوندو آهي ته هيءَ مڇي وڏا وڏا خوشيءَ يا موج مان ٽپا ڏيندي آهي. سرهيي مڇيءَ جي آني



سنڌس بت ۽ وزن جي بناوت کان وڏي ٿئي ٿي. هن جا ڇلر سنها ٿيندا آهن. گنڊڻ وانگر پٺيءَ ۾ ڪنڊا گهٽا ٿينس. سرهيو مڇي درياهه ۾ ڪانه ٿئي، رڳو ڍنڍن ۾ ٿيندي آهي، هن کي 'سِريو' ۽ 'سَريو' به چوندا آهن. هيءَ آبي گاهه تي گذر ڪندي آهي، ننڍي مڇي ۽ جيت جڻيا به ڪائيندي آهي. هيءَ مڇي تري ڪائڻ ۾ وڏيڪ لذيذ ٿئي ٿي، جو هن جا ڪنڊا پرڪٽا ٿين ٿا. شڪل ۾ رڙيءَ جهڙي ٿئي ٿي. مگر هن جي جسم تي ڇلر گهٽا ۽ سنها ٿين ٿا. هن جي منڍي سنڌس جسم جو 20% والاري ٿي. هن جو وات ننڍو ۽ ڪي قدر هيٺ ڪُنڊن تي ڪلندو آهي. هن جا ڇپ جهالر وانگر هوندا آهن. وات وٽ چار مڇون ۽ پيچ وارو ڪنيڙو وڏو ٿئي ٿو. ان ۾ 15 ڪان 19 تائين سيلهه وانگر ڳتيل ۽ مليل ڪنڊا ٿين ٿا. ڪرنگهي وٽ وڏو ڪنيڙو ڪنهڙ جي هيٺان ٻنهي پاسي سنها، پر ڪي قدر وڏا پنڪڙا ٿيندا اٿس. هن مڇيءَ جو رنگ پيچ واري پاسي هلڪو ساواڻ مائل، پاسن کان هلڪو اڇو باقي چانديءَ وانگر چلڪڻو ٿيندو آهي. هن جو پيچ به شاخو، پر منڍيءَ جي نسبت سان وڏو ٿيندو آهي. هن جي خوراڪ آبي ٻوٽا، جيت جڻيا ۽ ننڍيون مڇيون آهن. هن مڇيءَ جي ڊيگهه فوٽ ڪن ٿيندي آهي، پر عمر ۽ حالتن موجب گهٽ وڌ ٿي سگهي ٿي.

**سرهيو، خدا داد**: مشهور سخي مرد ۽ سماج سڌارڪ سيٺ خدا داد ولد فضل محمد سرهيي جو جنم 1872ع ڌاري لاڙڪاڻي شهر ۾ ٿيو. ابتدائي تعليم ميان ڪوهاري جي ڳوٺ ۾ تعلقي ڏوڪريءَ جي مشهور بزرگ ميان سوائيءَ وٽان حاصل ڪيائين. سيٺ خداداد جو شمار شهر جي دولتمند ماڻهن ۾ ٿيندو هو پر هن پنهنجي سموري زندگي نٽ ٿانگر ۾ گذارڻ بدران غريبن ۽ ضرورتمندن جي مدد ڪندي گذاري. هن شهر ۾ ڪيترائي فلاحي ڪم ڪرايا، شهر ۾ هڪ وڏي جامع مسجد تيار ڪرائي، ان سان گڏ مسافر خانا ٺهرايائين ته جيئن ٻاهران ايندڙ شاگردن کي ڪا تڪليف پيش نه اچي. هو سياست ۾ پڻ سرگرم رهيو. انگريز سرڪار خلاف مسلمانن جي خلافت تحريڪ ۾ ڀرپور نموني حصو ورتائين. هو لاڙڪاڻي ۾ خلاف تحريڪ جو ضلعي اڳواڻ هو. هن خلافت هلچل پاران 9 جولاءِ 1920ع تي لاڙڪاڻي کان ڪابل هجرت ڪندڙ مهاجرن خاطر ڏهن ڏينهن جي لاءِ ريل ڪرائي تي ورتي ۽ 760 مهاجرن جي کاڌي پيتي جي انتظام ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. خلافت هلچل ۽ هجرت ڪميٽيءَ جي رٿابندي ڪندڙن ٽن شخصن ۾ به شامل هو. 1929ع ڌاري لاڙڪاڻي جي هڪ هندو عورت مسلمان ٿيڻ کان گهڻو عرصو پوءِ جڏهن وري هندو ڌرم اختيار ڪيو ته شهر ۾ هندو مسلم فساد ٿي پيا، ان دوران ڪيترائي مسلمان زخمي ٿي اسپتالن ۾ داخل ٿيا ۽ ڀيا گرفتار ٿي جيلن ۾ ويا. ان دوران هن مسلمانن جي دل کولي مالي مدد ڪئي. هن گرفتار ماڻهن کي وڪيل ڪري ڏيڻ، زخمين جو علاج ۽ انهن جي گهر ٿي وقت کاڌ خوراڪ پهچائڻ کان سواءِ سندن مالي مدد پڻ ڪئي. هن 1939ع ۾ مسجد منزل گاهه واري واقعي ۾ خانبهادر ايوب کهڙي جي ڀرپور مدد ڪئي. 18 آگسٽ 1939ع تي جڏهن قائداعظم لاڙڪاڻي جي دوري تي آيو ته هي خطبه استقباليه ۾ شامل هو.

سيٺ خداداد سرهيو 1914ع کان 1950ع تائين لاڳيتو چوٽيهه سال لاڙڪاڻي ميونسپالٽي جو ميمبر رهيو. 1919ع ۾ کيس بمبئيءَ جي گورنر جو درٻاري مقرر ڪري درٻار ۾ ڪرسي ڏني وئي. 1920ع ۾ خلافت تحريڪ لاڙڪاڻي جو نائب صدر چونڊيو. لاڙڪاڻي ۾ سندس اوطاق هڪ وڏو مسافر خانو بڻيل هوندي هئي ۽ هر وقت ضرورتمندن ۽ غريبن سان پري پئي هوندي هئي. سيٺ خداداد تعليمي واڌاري لاءِ تمام گهڻو پاڻ پتوڙيو. 1918ع کان وڏي عرصي تائين ڊسٽرڪٽ اسڪول بورڊ جو ميمبر رهيو. ان دوران شهر جي اسڪولن جا دورا ڪري گهربل سامان ۽ شاگردن کي وظيفا ڏيندو هو. هن تعليم جي واڌاري لاءِ ڪم ڪندڙ تنظيم 'سنڌ محمدن ايسوسيئيشن' جي به گهڻي مدد ڪئي. 1907ع ڌاري لاڙڪاڻي ۾ تعليم جي واڌاري لاءِ لاڙڪاڻو مدرسو اسڪول ۽ ديني مدرسه اسڪول تعمير ڪرايائين. 1921ع ۾ لاڙڪاڻي جي اربن بئنڪ جو ڊائريڪٽر به رهيو. هيءُ هر سال عيد تي غريبن ۾ ڪپڙا وغيره به ورهائيندو هو. سندس اوطاق تي رهي ڪيترن ئي شاگردن پنهنجي تعليم مڪمل ڪئي، جن ۾ پير الاهي بخش قابل ذڪر آهي.

سيٺ خداداد سرهيي 24 اپريل 1950ع تي وفات ڪئي. کيس ٽن پٽن محمد ادريس، عبدالواحد ۽ محمد شعيب جو اولاد هو. سندس ذات پويان لاڙڪاڻي ۾ 'سرهيه پڌر' جي نالي سان هڪ وڏو محلو آهي.

**سرهيو، عبدالهادي، ڊاڪٽر**: عبدالهادي ولد عبدالغفور سرهيي، 12 جولاءِ 1928ع تي لاڙڪاڻي شهر ۾ جنم ورتو. پرائمري شهر جي شاهه محمد اسڪول مان پڙهڻ بعد ثانوي تعليم ميونسپل هاءِ اسڪول

لاڙڪاڻي، مئٽرڪ 1944ع، انٽر 1946ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان پڙهيو. فارسيءَ ۾ بي. اي ۽ عربيءَ ۾ ايم. اي بعد قرآني اخلاقيات جي موضوع تي سنڌ يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي ڪيائين. هن مولوي عالم ۽ فاضل جا امتحان به پاس ڪيا. 1953ع ۾ ڪراچيءَ مان بي. ٽي پڙهيو. 1950ع ڌاري منياڻي، ضلعي نوشهري فيروز جي ٽريننگ اسڪول ۾ استاد مقرر ٿيو. ان کانپوءِ ڪيڊٽ ڪاليج ميرپورخاص سميت ٻين مختلف ڪاليجن ۾ ليڪچرار ۽ پرنسپال ٿيو. هن 11 جولاءِ 1988ع تي ايليمينٽري ڪاليج لاڙڪاڻي جي پرنسپال واري منصب تان رٽائرمينٽ ورتي.

هن اسلامي تاريخي توڙي مذهبيات تي چڱي تحقيق ڪئي. سندس ڇپيل ڪتابن جو وچور هن ريت آهي: (1) نصيحت نامو (1969ع)، (2) غنچہ هدايات (1971ع)، (3) قانون اسلام (1978ع)، (4) اسلامي نظام (1982ع)، (5) ٻنهي جهانن جو سردار (1983ع)، (6) دانائي جا گفتا (1984ع)، (7) الهنج الجديد (1986ع)، (8) علمي تحفہ (1989ع)، (9) ٻارن جو ادب-ڪهاڻيون (1990ع)، (10) رحمت عالم (1990ع)، (11)، سيد الرسل (عربي: 1994ع) ۽ (12) دي گريٽ روليٽنري پرافٽ (1997ع) شامل آهن.

هي اسڪول ايجوڪيشن حيدرآباد ريجن جي بُڪ رويو ڪميٽيءَ جو ڪيترائي سال ميمبر رهيو. هن کي تنظيم فڪر و نظر سنڌ طرفان لطيف ڪانفرنس جي موقعي تي اوارڊ به ڏنو ويو ۽ ان کان سواءِ جولاءِ 2010ع ۾ 'قاضي عبدالحئي قائل اڪيڊمي رتيديري/ ڪراچي' پاران ڪيس 'بهترين استاد' جو اوارڊ پڻ ڏنو ويو. ڊاڪٽر عبدالهادي سرهيو هن وقت لاڙڪاڻي ۾ رهائش پذير آهي.

**سري** (ديهہ): تعلقي حيدرآباد جي هڪ ديهہ جو نالو، جيڪا هاڻي تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ آهي.

**سري** (پکي): هي پاڻيءَ جو پکي آهي. ڪانئري، ڪنيي ۽ ڪڪڙي پکيءَ سان مشابهت رکي ٿو. بدن ۾ ڪڪڙي کان ڳرو ۽ ڪنيي کان هلڪو ٿئي ٿو. رنگ ۾ به ڪڪڙي، ڪانئري ۽ ڪنيي جهڙو ٿيندو آهي. ڳچي ڏيڍ فوٽ کن ڊگهي ۽ سنهي ٿيندي اٿس. هي پاڻي ۾



ٽٻي هڻي ڳچ منزل ڪري سگهي ٿو. هي عام طور پاڻيءَ جي مٿان ترندو رهندو آهي، پر هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ تي وڃڻ لاءِ پاڻيءَ جي اندر ٽٻي هڻي تيزيءَ سان نڪري ويندو آهي. هي ٻين ٽوٻڻ پکين جي پيٽ ۾ ٽٻي ذريعي گهڻو تيز هلندو آهي. هي پکي پاڻيءَ ۾ مڇيون جهلي مٿي اڇلائي تيزيءَ سان جهٽي وري هڪ ٻه جهٽڪا ڏيئي ماري پوءِ کائيندو آهي. هي پکي مڇيءَ کي اڇلائي وري جهپي کائڻ ۾ خاص ماهر آهي.

**سري ٽنڪ** (راڳ): هن راڳ کي ٽڪنيڪا به چيو ويندو آهي ۽ عوام ۾ هي ٽنڪرا جي نالي سان به مشهور آهي. هي پوربي ٺاٽ جو سمپورن يعني ستن سرن جو راڳ آهي. هي راڳ سري راڳ جي انگ سان ڳايو ويندو آهي. سري ٽنڪ جو وادي سر پنچم (پا) آهي، جڏهن ته سموادي سر کرج (سا) اٿس. هڪ مت سان هن راڳ کي ڪاڊو مت، 6 سرن جي آروهيءَ سان به ڳايو ويندو آهي ۽ مڌم جو سر ورج ڪري ڳائبو آهي. جيڪڏهن هن راڳ کي ڪاڊو ڪري به ڳائجي ته هي راڳ ترون راڳ کان الڳ ئي نظر ايندو، ڇاڪاڻ ته ترون راڳ جو وادي سر رکب آهي ۽ سري ٽنڪ جو وادي سر پنچم (پا) آهي. هن ٺاٽ ۾ راڳ گوري به ڳايو ويندو آهي، جنهن ۾ گنڌار جو سر خارج ڪيل آهي. تنهنڪري هن راڳ جي صورت گوري راڳ کان به الڳ آهي. اهڙي طرح هن ٺاٽ جي راڳ مالوي ۾ پڻ نکاد (ني) جو سر خارج آهي، تنهنڪري سري ٽنڪ راڳ مالوري کان به الڳ ئي نظر اچي ٿو. هي راڳ سريراڳ کان به الڳ ٿي پوي ٿو، ڇاڪاڻ ته سريراڳ جي آروهي ۽ امروهي ۾ گنڌار (گا) ۽ ڌيوت (ڌا) جا سر خارج آهن.

آروهي: سا-را-گي-پا-ڌا-ني-سا

امروهي: سا-ني-ڌا-پا-مي-گي-را-سا

**سريچند دربار** (ماڳ): بابا سريچند صاحب گرونانڪ جو پٽ هو. جنهن بابت روايت آهي ته هن اجا تائين چولو نه مٽايو آهي، سريچند هتي تپسيا ڪئي هئي ۽ 130 ورهين جي ڄمار ۾ هتان هليو ويو هو. اداسي پنٿ جو پايو وجهندڙ هو. هو ٺٽي کان چار ميل ڏکڻ طرف ديهہ ٻائي پورن داس ۾ فقير جو ڳوٺ آهي، جتي بابا سريچند جي دربار آهي. دربار ۾ بابا سريچند جو سنگ مرمر مان ٺهيل مجسمو آهي، جيڪو وينل حالت ۾ اٽڪل ڇئن فوٽن جو آهي، سندس هٿ ۾ مالها آهي. هڪ هٿ گوڏي تي اٿس ۽ ٻئي هٿ سان آشيرواد پيو ڏئي، اهو يوگا آسڻ آهي، اهو گوتم ٻڌ جو نمونو آهي پر ٻڌ ۽ شو جون جٽائون مٿي تي ٻڌل هونديون آهن. بابا سريچند جي مجسمي تي چيلهہ جيترا ڊگها وار پني تي وريل ڏيکاريل آهن. مجسمي جي ڇهري جي خاص ڳالهہ سندس مرڪ آهي.

هتان جي ٻي خاص ڳالهہ سريچند دربار جي ڌجا ۽ جهنبو آهي، ڌجا وڻ جو 100 فوٽ ڊگهو ٿڙ آهي، ان ٿڙ کي ڇئني پاسن کان ڪپڙو ويڙهي ٽنيي وانگر ايو بيهاري ان ۾ مخصوص جهنبو ٻڌو ويو آهي، جيڪو وڏي فاصلي کان نظر اچي ٿو. ڌجا سنسڪرت جو لفظ درج آهي، جنهن جي معنيٰ لکڻ يا لٺ آهي، ان ڊگهي لکڻ جي هڪ شڪل جيڪا امام بارگاهن آڏو ڪُتل ڊگهي علم جي آهي. دربار جي اولهہ ۾ هڪ گنبذ نما هال ۾ گرن ۽ گادي نشينن جون سماڌيون آهن.

اوير ۾ اها ڏوٽي آهي. جنتي روايت موجب سريچند پاڻ تپسيا ڪئي ۽ (سندن خيال ۾) اڄ به ايندو آهي. پوڄارين موجب تپسيا واري هنڌ تي موجود خاڪ مان روزانو پرهه ڦٽيءَ مهل ۽ شام جو سج لهڻ مهل پنهنجي ليڪي دونهين دکي پوندي آهي. دونهيءَ جي رک کي پوتر سمجهيو وڃي ٿو ۽ ياتري اها رک چپٽيءَ ۾ پري ڦڪين ٿا. ٻٽ کي ملين ٿا. جنهن سان روايت موجب دک دور ٿئي ٿو. اداس پنٿ برهمچاريت تي ٻڌل آهي. يعني اداس پنٿي نانگو يا غير شادي شده ٿي سگهي ٿو. جنهن به ماڻهو شادي ڪئي اهو نانگو. ڪن پٽ ڪاپڙي، پيوتي يا اداس پنٿي وغيره ٿي نٿو سگهي.

هتي هر مهيني پهرئين چنڊ تي ميلو لڳي ٿو وڏا ميلا به لڳن ٿا. هڪ چيٽي چنڊ جو ۽ ٻيو بدي مهيني جي 23 يا 24 تاريخ تي لڳندو آهي. دربار جو انتظام پنچائت جي هٿ ۾ آهي. هونئن هتي روزانو شام جو آڌوتي پڄن ۽ پرساد جو سلسلو هلي ٿو. پر ڪڏهن ڪڏهن پڄن ۾ ناغو به ٿيو وڃي. ياترين لاءِ هنڌ، بستري ۽ لنگر پاڻي جو هميشه بندوبست آهي. جتي هندو مسلمان بنا فرق جي سهولت وٺي سگهن ٿا.

**سريچند ميوارام**: ننڍي ڪنڌ جي نامور سماج سڌارڪ سريچند ميوارام، 29 سيپٽمبر 1904ع تي پڊعيدن ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. تعليم پوري ڪري سماج سڌارڪ سرگرمين ۾ حصو ورتائين. سريچند مهاتما گانڌيءَ کان ڪافي متاثر هو. ان ڪري اڪثر ڪاڌيءَ جا ڪپڙا پائيندو هو. هي قومي خيالن جو وڏو پرچارڪ هو. ڏکويل ماڻهن جي خدمت سندس زندگيءَ جو مقصد هو. هن عمليءَ طور سڀ کان پهرين جيرامداس دولترام ۽ سندس ساٿين جي جوڙيل ’ديش سيوا منڊل‘ ۾ حصو ورتو ۽ ڀرپور سماجي خدمتون ڪيائين. ان کان سواءِ سريچند ٻي پهچ ۽ لاچار عورتن جي سهائتا لاءِ پڊعيدن ۾ ’ڪنيا پاٺشالا‘ قائم ڪئي، جنهن جو پوءِ پنهنجيءَ فوت ٿيل گهرواريءَ رڪمٽي ٻائيءَ جي نالي پٺيان ’رڪمٽي پاٺشالا‘ نالو رکيائين.

سريچند جڏهن پڊعيدن مان لڏي نوابشاهه اچي رهيو ته اتي به سول اسپتال جي لاوارث مريضن جي خدمت ڪندو هو. هر حاجتمند جي واهر ڪندو هو.

سريچند ميوارام ورهاڱي وقت سنڌ مان لڏي هندستان جي شهر اجمير شريف ۾ وڃي رهائش پذير ٿيو جتي به هن سماجي ڀلائيءَ جا ڪم جاري رکيا. ’غريب بيمار سهائتا سوسائٽي‘ قائم ڪري بيمار ماڻهن جي مدد ڪرڻ لڳو. هن جي ٻارن سان به بي پناهه محبت هئي. ٻارن کي همٿائڻ لاءِ ’ٻارڙن جي ٻاري‘ تشڪيل ڏنائين. غريب ۽ مسڪين ٻارن جي پڙهائيءَ لاءِ دل کولي خرچ ڪندو هو هي نه صرف اجمير، پر راجستان جي ’ٻارن جي ٻاريءَ‘ کي پڻ مالي سهائتا ڪندو هو. فلاحي ڪمن کي منظم نموني سرانجام ڏيڻ لاءِ هڪ ٽرسٽ به قائم ڪيائين. سريچند ميوارام 24 مئي 1967ع تي ديهانت ڪئي.

**سريراڳ** (راڳ): سري راڳ، جو تعلق پوربي ٺاٺ سان آهي، اها مت ٻن صدين جي وچ ۾ رائج ٿيل آهي. پراڻن شاستري سنگيتن ڪلاسيڪل راڳ جي قانون مطابق سري راڳ جو تعلق سنڌ جي قديمي ڪافي ٺاٺ سان آهي. هن راڳ ۾ گنڌار (گا) ۽ ڌيوت (ڌا) جا سر خارج (ورج) آهن ۽ هن راڳ جي امروهي سمپورن آهي. هن راڳ جو وادي سر رکب (ري) آهي ۽ سموادي سر پنچم (پا) آهي. ڪي نائڪ پنچم جي سر کي وادي ۽ کرج (سا) جي سر کي سموادي ڪري ڳائيندا آهن. قديمي گرنٿن جي مت سان هن راڳ کي ڪافي ٺاٺ ۾ به ڳايو ويندو آهي ۽ هي راڳ، بلمپت لئي ۾ يعني ماترائن کي هينئين ءَ زمين 16 ماترائن کي 64 ماترائن ۾ ورهائي ڳائبو هو. اصول مطابق هي بلمپت لئي جو راڳ آهي. هن راڳ کي آلاپڻ جو وقت شام جو پهر آهي. چتر پنڊت، جيڪو ’لڪش سنگيت‘ جو مصنف هو، ان جي ڏنل سريراڳ جي قانون مطابق پنچم (پا) جو سر ئي سموادي سر آهي ۽ وادي سر رکب (ري) آهي.

سريراڳ جي آروهي: سا-را-مي-پا-ني-را-سا ۽ امروهي: سا-ني-ڌا-پا-مي-گي-را-سا آهي.

**سريراڳ جو ڪلاسيڪل چالو:**

را-را-سا-ني-سا-را-را-سا-ني-را-گي-را-سا-ني-سا-مي-گي-را-گي-را-سا-ني-را-سا

سا-ني-ني-را-ني-ڌا-پا-مي-پا-ڌا-پا-ني-ڌا-پا-ني-ني-را-سا-گي-را-گي-را-سا-ني-را-سا

ني-سا-را-را-سا-گي-را-سا-ني-سا-گي-را-سا-گي-را-مي-گي-را-سا-ني-را-سا

گي-را-مي-گي-را-ڌا-مي-گي-را-گي-را-سا

ني-را-سا-پا-پا-مي-ڌا-مي-گي-را-ني-ڌاپا-مي-گي-را-را-پا-مي-گي-را

را-پا-مي-گي-را-گي-را-سا-ني-را-سا

پا-پا-ڌا-پا-سا-سا-را-سا-ني-را-گي-را-سا-را-ني-ڌا-پا

مي-ڌا-پا-ني-را-ني-ڌا-پا-مي-ڌامي-گي-را-گي-را-سا

**سرير جي آتم ڪهاڻي** (ڪتاب): جي. ڊي. رئٽڪلف جي لکيل ڪتاب ’The body and how it works‘ جو هيءُ سنڌي ترجمو ڊاڪٽر علي مرتضيٰ ڌاريجي ڪيو آهي. هن ڪتاب جي مطالعي مان




ڪيترين ئي نين ۽ دلچسپ ڳالهين جو پتو پوي ٿو ته انسان جو جسم ڪيترين، غير فطرتي شين جي هوندي به ڪيئن نه پاڻ کي هر ممڪن ڪوشش ڪري بچاءَ جا مختلف اُپاءَ اختيار ڪري ٿو. ان کانسواءِ جسم جي سيني بنيادي خاصيتن جو ذڪر موجود آهي، جيڪو سنئون سڌو، مقصد وارو ۽ بنا ڪنهن مونجهه جي بيان ڪيل آهي.

ڊيمي سائيز ۾ رنگين ٽائيٽل ۾ 260 صفحن واري هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران مارچ 1996ع ۾ ڇپيو. جنهن جي قيمت صرف 115 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سري رنجني** (راڳ): هن راڳ جو تعلق پڻ سنڌ جي قديمي ٺاٺ سان آهي. هي راڳ پڻ اوڊو. کاڊو سرگم سان جڙيل آهي. هي راڳ ڪافي ٺاٺ سان واسطو رکي ٿو ۽ اوڊو. کاڊو سرگم تي ٻڌل سرن تي بيٺل راڳ آهي. انهيءَ راڳ جو وادي سر مڌم (ما) ۽ سموادي سر کرج (سا) آهي. هن راڳ جي ڪيفيت ٻاڳيسريءَ جي روپ جهڙي آهي، پر سري رنجني راڳ ٻاڳيسريءَ کان مختلف انهيءَ ڪري آهي، جو ٻاڳيسريءَ جي امروهيءَ ۾ پنچم (پا) جو سر لڳايو ويندو آهي، پر هن راڳ ۾ پنچم (پا) سر نہ لڳندو آهي. هن راڳ کي آلاپڻ جو وقت رات جو ٻيو پهر آهي، راڳ جي شڪل هن ريت آهي:

آروهي: سا-گا-ما-ڌي-نا-سا

امروهي: سا-نا-ڌي-ما-گا-ري-سا

مختصر طور آروهي ۽ امروهيءَ لاءِ سمجهاڻي ڏجي ٿي تہ آروهيءَ ۾ جيڪي بہ سر لکيل ملن ٿا، تن کي ڪابي پاسي کان پڙهڻ سان امروهيءَ جو روپ ملي پوندو. سا-ري-گا-ما-ڌي-نا-سا

**سري گهاٽ**: حيدرآباد جي تاريخي پڪي قلعي جي مرڪزي دروازي جي سامهون شاهي بازار کان سڏائيءَ ۾ ويندڙ رستو هندو عاملن واري گهٽيءَ وٽان ٿيندو سري گهاٽ تي نڪري ٿو. سري گهاٽ جي علائقي تي اهو نالو 1845ع کانپوءِ پيو. روايتن موجب جڏهن انگريزن نهايت ظالماڻي انداز سان سنڌين کي سرعام سزائون ڏيڻ شروع ڪيون هيون ۽ سر چارلس نيپئر جي حڪم موجب ٽالپرن جي قيد ڪيل سپاهين ۽ مزاحمت ڪندڙ سنڌين کي سري گهاٽ جي اوچي مقام تي آڻي سر قلم ڪيو ويندو هو. شهر جي مٿانهين علائقي هئڻ ڪري انگريزن سري گهاٽ تي بہ هڪڙو مورچو ٺاهي رکيو هو،جتي هڪڙي توب پڻ تيار بہ ٺل هوندي هئي. سري گهاٽ تي سنڌين جا سر لاٿا ويندا هئا، جنهنڪري انهيءَ هنڌ کي انهيءَ نالي سان سڏيو وڃڻ لڳو هي هڪ دهشت ناڪ علامت وارو علائقو بڻجي ويو جتان ماڻهن ڊپ کان گذرڻ ڇڏي ڏنو هو.

**سريمڻ جو ڪوٽ** (ماڳ): هي ڪوٽ تعلقي وارهه، ضلعي قنبر-شهدادڪوٽ جي ڳوٺ حمل کان اوپر طرف ۽ ڪاڇڙي ڍنڍ کان اولهه طرف واقع آهي. روايت آهي تہ ارغونن جي حملي جي بچاءَ خاطر ڄام نندي هتي قلعو ٺهرايو هو. جنهن جا ڪجهه نشان هتي بيٺل آهن. دڙي تي بہ قبرون آهن، جن مان هڪ سريمڻ جي آهي، جنهن ڄام نندي جي حڪم تي اهو ڪوٽ اڏايو. جو پاڻ چانڊين جو سردار هو ۽ ٻي قبر سندس ڌي مزوءَ جي چون ٿا. هي ڪوٽ حمل ڍنڍ جي الهہ ڪناري تي آهي، سريمڻ خان، ڄام انڙ جي حڪم تي ارغونن سان وڙهيو هو.

**سريندر ناٿ** (اداڪار ۽ گلوڪار): هن مشهور اداڪار ۽ فنڪار جو اصل نالو سريندر ناٿ ۽ فلمي نالو سريندر هو. هن 11 نومبر 1911ع تي پٽيالہ جي هڪ معزز گهراڻي ۾ جنم ورتو. سندس پيءُ جو نالو آر. آر شرما هو. هن ابتدائي تعليم پٽيالہ مان حاصل ڪئي. ان کانپوءِ پنجاب يونيورسٽي لاهور مان بي. اي، ايم. اي ۽ ايل. ايل. بي جون ڊگريون حاصل ڪيائين.



سريچند کي فلمن ڏسڻ جو تمام گهڻو شوق هوندو هو ان شوق جي ڪري سندس لاڙو اداڪاريءَ طرف ٿيو هن فلمي دنيا ۾ اچڻ جي شروعات 'رينو ڊيڪ پڪچرز لاهور' ۾ شموليت اختيار ڪرڻ سان ڪئي، جتي هن ننڍي ڪنڊ جي مقبول اداڪاره ببوءَ جي ذاتي فلم ۾ ساڻس مرڪزي ڪردار ادا ڪيو جيڪا ڪامياب نہ ٿي سگهي.

ڪافي جدوجهد کانپوءِ هدايتڪار محبوب سريچند کي 'ساگر موويٽون' ۾ جڳهه ڏني، جتان سندس مقبوليت 'وکن ڪوئن' فلم کان ٿي، جنهن ۾ هن ادڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا ۽ ٿوري ئي وقت ۾ تمام گهڻي مقبوليت حاصل ڪري ورتي.

نومبر 1938ع ۾ فلم 'گراموفون سنگر' رليز ٿي، جنهن ۾ هن هيرو جو ڪردار ادا ڪيو ۽ ڪاميابي حاصل ڪئي. هن فلم ۾ مقبوليت ماڻڻ کانپوءِ ڪيس پنجاب حڪومت جي ان وقت جي وزيراعظم سر سڪندر حيات خان ڪيس سونو تمغو ڏنو.

سريچند ان کانپوءِ 'ساگر موويٽون' ۽ 'نيشنل اسٽوڊيو' جي ڪيترين ئي فلمن ۾ ڪم ڪيو. سندس مشهور فلمن ۾ آنسو، وکن ڪوئين، من موهن، ڪامريڊ، علي بابا، جيون ساٿي، ليڊيز اونلي، ڊائنامئٽ، گراموفون سنگر، جواني، غريب، پوجا، روشن ڪليان، چاند چڪوري، وشواس، پرتري، رتناولي، پنهاري، عورت، لال حويلي، انمول گهڙي، اعلان ۽ انوکي ادا وغيره اچي وڃن ٿيون.

**سريو**: سريو مٺي پاڻيءَ جي يعني درياهي مڇي آهي. هن مڇيءَ جو شمار ڇيلهري مڇيءَ ۾ ٿئي ٿو هيءَ مڇي مُڪِ کان ننڍي ٿيندي آهي ۽ ڪاڏي ويندي آهي. هن مڇيءَ کي سنهڙا ڇلهر ٿيندا آهن. هيءَ مڇي سرهيي جنس سان نسبت رکي ٿي. هيءَ مڇي ننڍڙي ٻوري ڪندي آهي. هيءَ مڇي رڃ مان ٽپو ڏئي نڪري ويندي آهي. هيءَ مڇي تري کائبي آهي، ۽ هن ۾ ڪنڊا گهڻا ٿيندا آهن.

**سريھڙو**: هي اهو لاڏو گيت آهي، جيڪو شادماني جي موقعي تي ڪنوار جي نڪ ٽوپڻ وقت ڳايو ويندو آهي. هڪ عورت گهور لاءِ وٺو جهليندي آهي ۽ ٻيون گڏجي سريھڙو ڳائينديون آهن.

**سسئي:** مشهور داستان، 'سسئي پنهون' جو نسائي ڪردار. سنڌ جي مشهور نيم تاريخي ۽ عشقيه لوڪ داستانن ۾ سسئي پنهون جو داستان سڀ کان وڌيڪ مقبول رهيو آهي. سسئي، شاه لطيف جي سورمين مان هڪ آهي. 'تحفة الڪرام' جي مصنف موجب سسئيءَ جو تعلق 'برهمڻ آباد' سان هو. سسئيءَ جي پيءُ جو نالو نائون برهمڻ ۽ ماءُ جو نالو منذر هو.

عام روايتن موجب نائون ۽ منذر کي اولاد ڪو نه ٿيندو هو. پر جڏهن ڪين سڪي پني هڪ ڌيءَ ڄائي ته ان جي ڄمڻ تي سندس مائٽن نجوميءَ کان جنم پتري ڪڍائي، جنهن ستارن جو حساب لڳائي ڪين ٻڌايو ته ڇوڪريءَ جو انگ ڪنهن مسلمان سان لکيل آهي. اهو ٻڌي مائٽن بدناميءَ جي خيال کان ڊڄي، ان ننڍڙي ڇوڪريءَ کي هڪ صندوق ۾ وجهي درياهه جي حوالي ڪري ڇڏيو. اها صندوق لڙهندي لڙهندي وڃي ڀنڀور شهر جي گهاٽ کان نڪتي، جتي اها محمد نالي هڪ ڌوٻيءَ کي ملي. محمد ڌوٻي ۽ سندس زال ٻي اولاد هئا. سو انهن ڇوڪريءَ کي خدا جي نعمت سمجهي، سڳيءَ ڌيءُ وانگر لاڏ ڪوڏ سان نپائي وڏو ڪيو. ڇوڪري سهڻي هئي، سندس نالو 'سسئي' رکيائون، جنهن جي معنيٰ آهي: 'چنڊ جهڙي'.

سسئي جڏهن وڏي ٿي ته سندس سونهن جي هاڪ هنڌين ماڳين ڦهلجي وئي. تن ڏينهن ۾ ڏورانهن علائقن کان تجارتي قافلا ڀنڀور ۾ اچي دابو ڪندا هئا. ڪيچ مڪران جو شهزادو پنهون به سسئيءَ جي حسن جي هاڪ ٻڌي قافلي سميت اچي ڀنڀور پهتو. ساٿين کي واپس موڪلي پاڻ ڀنڀور ۾ رهي پيو ۽ ويس بدلائي محمد ڌوٻيءَ وٽ ملازم بڻجي ڌوٻي گهاٽ تي ڪپڙا ڌوئڻ لڳو جتي سندس ملاقات سسئيءَ سان ٿي. سسئي ۽ پنهونءَ جي پاڻ ۾ محبت ٿي وئي ۽ پنهونءَ جي سڱ گهرڻ تي مائٽن سسئيءَ جي شادي پنهونءَ سان ڪرائي ڇڏي، پر اها ڳالهه پنهونءَ جي ڀائرن ۽ ساٿين کي ڪانه وڻي. هو دل ۾ دغا سمائي اچي پنهونءَ جا مهمان ٿيا، مهمانن جي ٽهل ٽڪور بعد سسئي سويل ئي سمهي رهي، تڏهن رات جو پنهونءَ جا ڀائر پنهونءَ کي نشو ڏئي اٺ تي چاڙهي زوريءَ پاڻ سان وٺي ويا. جڏهن صبح جو سسئي جاڳي ۽ ڏٺائين ته پنهون موجود ڪونهي. حقيقت معلوم ٿيڻ تي هن پاڻ کي ڏوهي سمجهيو، جو سنجهي ئي غافل ٿي سمهي رهي هئي. هوءَ مائٽن، سرتين ۽ سهيلين جي منع جي باوجود پنهونءَ جي ڳولا ۾ نڪري پئي. روايتن موجب هوءَ پٻ جبل کان هاڙهي جبل تائين پيرين پيادي ڪاهيندي وئي. رستي ۾ هڪ هنڌ ڪيس اڪيلو ڏسي ايل پنهوار نالي هڪ ٻڪرار جي نيت خراب ٿي پئي، تڏهن سسئيءَ روئي الله پاڪ کان پناهه گهري، روايتن ۾ آهي ته اُن مهل زمين ڦاٽي پئي ۽ سسئي ان ۾ گهڙي وئي، پر سندس چنيءَ جو پاند ٻاهر رهجي ويو. اهو لقاءُ ڏسي ايل پنهوار کي ڏاڍو پڇتاءُ ٿيو ۽ اتي ئي سسئيءَ جي قبر ناهي مجاور ٿي ويهي رهيو. هوڏانهن پنهون هوش ۾ اچڻ ڪانپوءِ ڀائرن کان پاڻ ڇڏائي جڏهن واپس وريو ته رستي ۾ ايل پنهوار کان سسئيءَ جو ڏس پڇيائين. جنهن ڪيس سچي حقيقت ڪري ٻڌائي. پنهونءَ سسئيءَ جي چنيءَ کي به سڃاتو ان بعد پنهونءَ به سسئيءَ سان هڪ ٿيڻ لاءِ الله پاڪ کي ٻاڏايو ۽ ساڳيءَ طرح ٻيهر زمين ڦاٽي پئي ۽ پنهون به ان ۾ سمائجي ويو ۽ وڃي سسئيءَ سان مليو.

هن ڪهاڻيءَ ۾ سسئيءَ جي ڪردار جي جيڪا منطقي ارتقا ڏسڻ ۾ ٿي اچي، اُن ۾ سسئيءَ جي سونهن، سوڀيا، محبت ۽ شاديءَ جي رواجي ڳالهين ڪانپوءِ سندس غافل ٿي سمهڻ کي هڪ قسم جي خطا يا غلطي چيو ويو آهي. جنهن ڪري هوءَ پنهنجو مطلوب/ محبوب وڃائي ويهي ٿي، پر اها ئي خطا سندس زندگيءَ جو اهم موڙ ثابت ٿئي ٿي، جنهن ڪانپوءِ هوءَ هڪ نئين عزم ۽ حوصلي سان پنهنجي محبوب پنهونءَ کي ڳولڻ لاءِ نڪري پوي ٿي ۽ جبلن ۽ ڏونگرن جا ڏکيا پنڌ ڪري ٿي. سندس ڪردار جي انهيءَ پهلوءَ لوڪ شاعرن سان گڏ ڪلاسيڪي شاعرن کي تمام گهڻو متاثر ڪيو ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ قاضي قادن، ميين شاه عنات رضوي، شاه لطيف، سچل سرمست ۽ ٻين شاعرن ڪيس تمام گهڻو واکاڻيو ۽ ڳايو آهي. خاص ڪري سندس جذبي ۽ مقصد ماڻڻ لاءِ جدوجهد واري پهلوءَ کي اجاگر ڪيو ويو آهي. خاص طور تي سنڌ جي عظيم شاعر شاه لطيف ڪيس پنجن سُرن ۾ ڳائي امر ڪري ڇڏيو آهي. شاه صاحب سسئيءَ جي قصي کي روايتي آکاڻيءَ واري انداز ۾ ڳائڻ بدران ان جي جدوجهد، سچائي ۽ مقصود کي حاصل ڪرڻ واري رخ کي ڳايو آهي. سنڌي ادب ۽ ڪلچر ۾ سسئيءَ جو ڪردار همت، حوصلي ۽ جدوجهد جي علامت بڻجي چڪو آهي، جنهن قسمت اڳيان هار نه مڃي، پر تدبير جاري رکي. سسئيءَ جو ڪردار ڪي سنڌيءَ سان گڏ سرائيڪي، پنجابي، بلوچي، فارسي ۽ اردو زبانن ۾ به ڳايو ويو آهي. پر انهن زبانن ۾ سندس ڪردار ايترو پختو ۽ مثالي نه ٿو لڳي، جيترو سنڌي شاعريءَ ۾ بيان ڪيو ويو آهي. سسئي سنڌي شاعريءَ جي لاڏلي سورمي آهي. سندس ارادي جي مضبوطي ۽ ڏاڍن ڏونگرن سان وڙهڻ کي شاه لطيف هن ريت سراهيو آهي:

آڏو ٽڪر ٽر، متان روهه رتيون ٿئين،
تون جي پهڻ پٻ جا، ته لڳ منهنجا لوهه.
ڪنهن جو ڪونهي ڏوهه، امر مون سين ائين ڪيو.

**سسئي آبري (سُر):** شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شارحن ۽ محققن پنهنجي اڪثر لکڻين ۽ رسالن ۾ لکيو آهي ته هن نالي سان ڪا به راڳڻي هندستاني موسيقيءَ ۾ ڪانهي، هن سُر جو نالو مضمون موافق رکيو ويو آهي، جنهن صورت ۾ هن سُر ۾ سسئي پنهونءَ جي قصي جي سورمي سسئيءَ جي اپرائيءَ (ڪمزوريءَ) جو ذڪر ٿيل آهي، تنهن صورت ۾ مٿس عنوان ئي آبري (اَٻري) رکيو اٿن.

جيتوڻيڪ سر سسئي آبري يا اَبريءَ جي نالي سان ڪو به راڳ، راڳ جي آڳاٽن ڪتابن ۾ نٿو ملي ۽ نڪي اهو راڳ سنڌ جي عوامي

ڪڇهرين ۾ مروج آهي، پر اهو راڳ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جا راڳي، شاهه جي راڳ ڳائڻ مهل سر سهڻيءَ ڪانپوءِ ڳائين ٿا.

شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي راڳ ڳائڻ وارن مان راڳ اخذ ڪرڻ جا ٻه ٺي طريقا آهن: هڪڙو تند تنوار مان ۽ ٻيو ڇيڙ. تند تنوار ۾ فقراء اُهي غير منظر سُر استعمال ڪندا آهن، جن کي موسيقيءَ جو قانون قبول ڪري نه سگهندو، ڇو جو انهن ۾ تيور، شُڌ ۽ مڌم جو ڪو به امتياز معلوم نه ٿيندو آهي، ۽ ٻيو اهو ته تند تنوار وارا سروري ڇيڙ جي سرن سان نه ملندا آهن.

تند تنوار مان ڪنهن راڳ جي صحيح شڪل اخذ ڪرڻ مشڪل آهي. ٻيو طريقو آهي ڇيڙ مان راڳ جي شڪل اخذ ڪرڻ.

شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي راڳ جو موجوده انداز اهڙو آهي، جنهن مان ڪلياڻ، يمن ڪلياڻ ۽ ڪنيات ۾ ڪو فرق نظر نٿو اچي. سيني راڳن جي ادائگي تقريباً هڪجهڙي نظر اچي ٿي. ادائگيءَ مهل ٻين راڳن ۾ 'وو- وو' چوڻ ۽ ڪيڏاري ۾ 'ٻر- ٻروو' چوڻ سان راڳ جو انداز بدلجي نٿو سگهي. ان ڪري ڇيڙ مان راڳ جي صحيح شڪل اخذ ڪرڻ به مشڪل آهي، جيستائين موجوده ادائگيءَ جي انداز کي سوڌي سنواري ڪنهن صحيح هنڌ تي نه ٻيهارجي. هتي هن ڳالهه مان اهو ڪڍهن به وسارڻ نه گهرجي ته شاهه لطيف جو ڪلام موسيقيءَ جي مضبوط بنيادن تي رکيل آهي. ان ڪري اسين موسيقيءَ جي بنيادي اصولن کي وساري نٿا سگهون. ان حوالي سان اهو پڻ ثابت ٿيو ته شاهه لطيف جي راڳ جي موجوده ادائگيءَ مان ڪنهن به راڳ جي شڪل اخذ ڪرڻ مشڪل آهي. تند تنوار فقط هنربنديءَ جو اظهار آهي ۽ ڇيڙ محض ادائگيءَ جو نالو آهي. اُن لاءِ ضروري آهي ته شاهه لطيف جي ڪنهن راڳ کي ڳولڻ لاءِ قرائن ۽ آثار کان ڪم وٺون، ائين ڪرڻ سان موسيقيءَ جي معياري اصولن تي يقيناً ڪنهن نج سنڌي راڳ کي ظاهر ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهجي ٿو ۽ ائين وڃايل راڳ به وري حاصل ڪري سگهجي ٿو ۽ نوان نج سنڌي راڳ ايجاد ڪري سنڌ جي موسيقيءَ جي خدمت ڪري سگهجي ٿي.

سسئي آبري يا ايري به سنڌ جو هڪ وڃايل راڳ آهي، جنهن کي موجوده زماني ۾ ڳولهي لهڻ مشڪل آهي، پر موسيقيءَ جي معياري اصولن مطابق ائين ضرور چئي سگهبو ته هن نج سنڌي راڳ ۾ ڪنهن سنڌي راڳ جا لڇڻ ضرور هوندا ۽ موسيقيءَ جي قانون جي لحاظ سان ڪنهن سنڌي راڳ ۾ هي لڇڻ هئڻ ضروري آهن:

- رکب ۽ ڌيوت ڪومل هئڻ گهرجن. يعني آروهي ۽ امروهيءَ ۾ رکب ۽ ڌيوت ڪومل هئڻ گهرجن، ائين ڪرڻ سان راڳ ۾ سنڌي لڇڻ نمايان ٿيندو.
- گنڌار ۽ نکاد جا سُر تيور هئڻ گهرجن. يعني آروهي ۽ امروهي ٻنهيءَ ۾ گنڌار ۽ نکاد جا سُر تيور هئڻ گهرجن، ائين ڪرڻ سان راڳ ۾ سنڌي لڇڻ نمايان ٿيندو.

انهيءَ قانون مان اهو معلوم ٿيو ته ڪنهن به راڳ جي آروهي ۽ امروهيءَ ۾ هيٺيان سر ضرور لڳندا. کرج، رکب، ڪومل، گنڌار تيور، ڌيوت، ڪومل ۽ نکاد تيور باقي ٻه سر، مڌم ۽ پنجم، انهن لاءِ قانون اهو آهي ته ڪنهن به راڳ مان هڪ ئي وقت تي ٻئي سُر ڪڍي نه سگهبا، ان ڪري سسئي آبريءَ جي راڳ ۾ مڌم پنجم ٻئي يا ٻنهيءَ مان ڪو به هڪڙو ضرور استعمال ڪبو پر ان شرط سان ته ڪنهن به مروج راڳ سان ٺهڪي نه اچي.

جيڪڏهن هن راڳ ۾ اسين شُڌ مڌم جو سُر شامل ڪنداسين ته پوءِ هن راڳ جي ڳائڻ جو وقت عموماً صبح جو پهر ٿي ويندو، اُن ڪري تيور مڌم ئي صحيح سر معلوم ٿئي ٿو. اهو ان ڪري به جو شاهه لطيف جي راڳ ۾ سُر آبري، سُر سهڻيءَ ڪانپوءِ ڳايو ويندو آهي. باقي پنجم جو سُر لڳائجي يا نه، يا رڳو آروهيءَ ۾ لڳائجي يا رڳو امروهيءَ ۾؟ ان لاءِ مناسب آهي ته مڌم جو سر لڳائجي، ائين ڪرڻ سان پوربي ٺاٺ ظاهر ٿيندو ۽ پوءِ پوربي ٺاٺ جي معروف راڳن جهڙوڪ: پوربي، پوريا ڌناسري، بسنت، سري راڳ، ديپڪ، مالوي، گوري وغيره کان هٽي ڪا راڳ جي شڪل قائم ڪجي ته موسيقيءَ جي قانون جي لحاظ سان نج سنڌي راڳ جي شڪل ظاهر ٿي پوندي، جنهن کي اسين سُر 'سسئي آبري' چئي سگهنداسين، ۽ انهيءَ قانون جي آڌار نه صرف وڃايل سر لهي سگهنداسين، پر ڪيئي نج سنڌي راڳ به ايجاد ڪري سگهبا.

سسئي پنهونءَ جو داستان سنڌ ۾ ڪيچ مَڪران جي وچ ۾ هلندڙ واپار ۽ ڪافلن جي شاهراهه واري ماحول تي ٻَڌي آهي، جيڪو عربن واري دؤر ۽ پوءِ سومرن واري دؤر ۾، ويندي پنجين صديءَ هجريءَ (يارهين صدي عيسويءَ) تائين قائم رهيو. ڀنڀور (ديبل) جو شهر به اڃا موجود هو ۽ بلوچ قبيلن جي سنڌ ۾ اوائلي آمد پڻ اُنهيءَ دؤر ۾ ٿي. اُنهن اهڃاڻن مان ظاهر آهي ته هي قصو 11 صديءَ ڌاري سومرن جي اوائلي دؤر ۾ اُڀريو ۽ وقت گذرڻ سان لَسٻيلي، ڪوهستان، ڏکڻ اولهه سنڌ (ڪراچي ۽ ٺٽي) توڙي مٿي سنڌ ۾ يعني جدا جدا لئين ۾ ڳائجڻ لڳو، جيڪي اڳتي هلي مستقبل سُر بڻيا. يقيني طور چئي نٿو سگهجي ته اُهي اصلي ليئون ڪهڙيون هيون، جن ۾ سسئيءَ جو داستان ڳايو ويو، مگر شاهه جي رسالي ۾ جيڪي سسئيءَ جا پنج سُر آهن، سي ڀائنجي ٿو ته انهن آڳاٽين ليئن جا يادگار آهن. سومرن جي اوائلي دؤر ۾ غالبن سنڌ ۾ آييري راڳ هلندڙ هو. (هڪ روايت موجب سنڌ جي راڳڻي 'سنڌ وڙا' يا 'سنڌڙي' آساوري ۽ آهري جي سنگم مان پيدا ٿي، اُن لحاظ سان آهري يا آييري سنڌ ۾ هلندڙ هئي، جو اُن جي ميلاپ سان ٻيون راڳڻيون بنيون) سو هڪڙن ڳائيندڙن سسئيءَ جي داستان کي اُنهيءَ راڳ ۾ ڳايو. رسالي جو 'سُر آبري' اُنهي آڳاٽي 'آييري راڳ' جو يادگار آهي، ٻي ايراضيءَ ۾ ٻين هن داستان کي مقامي 'ديسي' لئي ۾ ڳايو ۽ رسالي جو 'سُر ديسي' اُنهيءَ جو يادگار آهي. ساڳئي دؤر ۾ عرب ايراني

موسيقي سلسلي جو 'حسيني راڳ' سنڌ ۾ هلندڙ هو ۽ ڪن راڳيندڙن سسئيءَ جي داستان کي حسيني راڳ لئيءَ ۾ ڳايو. جنهن جو يادگار رسالي جو سُر حسيني آهي.

حسيني راڳ ڏهين صدي هجريءَ جي شروعات (16 صدي عيسويءَ جي شروعات) تائين صوفين ۽ درويشن جي سماع جي مجلسن ۾ مقبول هو ۽ سنڌ جي ذاڪرن اُنهي لئي کي پنجاب تائين مشهور ڪيو. 'تذڪره قطبيه' جي منصف 1450ع کان 1504ع واري عرصي ۾ لاهور جي سماع جي محفلن جو ذڪر ڪيو آهي. جن ۾ سنڌي ذاڪرن 'حسيني مقام' (حسيني راڳ) ۾ سنڌي ڏوهيڙا پڑهيا ۽ سامعين کي وجد ۾ آڻي ڇڏيو. لس ٻيلي واري ايراضيءَ ۾ سسئيءَ جي داستان کي مقامي لئي 'معزور' ۾ ڳايو ويو. جيڪا هن وقت تائين لس ٻيلي ۾ مروج ۽ مشهور آهي. شاهه جي رسالي ۾ سسئيءَ جو سُر معذور اُنهيءَ لئي جو يادگار آهي. رسالي ۾ سسئيءَ جو سُر ڪوهياري غالباً ڪوهستان واري ايراضيءَ جي آڳاٽي مقامي لئي جو يادگار آهي. اهڙيءَ طرح سومرن جي دؤر کان وٺي سسئي پنهونءَ جي داستان کي جدا جدا لئين ۾ ڳائڻ سان 'پنج سُر نروار ٿيا'.

آڳاٽي هندي راڳ توڙي هندستاني موسيقيءَ ۾ سُر جي معنيٰ ٻي آهي ته سنڌي راڳ ۾ سُر جي اصطلاحي معنيٰ ٻي آهي. پهرين معنيٰ موجب لفظ سُر اصل ۾ 'سوَرَ' آهي، جنهن کي آواز جي لغت ۾ Note چئجي، ٻيءَ معنيٰ ۾ سُر معنيٰ سرائتو آواز يا سهڻي ترتيب ۽ تنظيم وارو آواز. سرگم جي ستن پاڳن (س، ر، گ، م، پ، ڌ، ن) مان پڻ هر هڪ کي سُر چئبو آهي. جيتوڻيڪ پهرين پاڳي يعني س يا ڪرج کي خاص ڪري سُرئي ڪري سڏيائون. جدا جدا راڳڻين ۾ هڪڙا سُر منا ۽ موزون (وادي يا سموادي) ته ٻيا ڪارا ناموزون (انوادي يا ديوادي). جنهن سُر سان ڪو راڳ شروع ٿئي سو 'گره سُر' جنهن سان ختم ٿئي سو 'نياس سُر' ۽ جنهن سُر کي اُن راڳ ۾ نباهجي سو 'انش سُر' سڏجي.

سنڌي راڳ جي روايت ۾ سُر جون ٻيون معنائون آهن. هڪ معنيٰ ۾ سُر روپ ۽ راڳ ساڳي ڳالهه آهي. ٻيءَ معنيٰ ۾ سُر جڻ ٺاٺ (Mode) جو مثال آهي ۽ اجا به ٽين معنيٰ ۾ (جيڪا خاص طرح سُروار موسيقيءَ جو بنياد آهي) راڳ جي سرءِ ڳالهه جي سُر (موضوع) انهي ٻنهي جي سنگم کي سُر سڏجي ٿو. يعني ته سنڌي راڳ جي روايت ۾ سُر موضوعاتي موسيقي (Thematic Music) جي برابر آهي. اُنهي لحاظ سان سروار سنڌي موسيقيءَ مان مراد آهي اُها موسيقي جيڪا سُر ۽ موضوع جي ميلاپ تي ٻَڌل آهي.

سنڌي سُروار موسيقيءَ جي تاريخ دير ۾ دير ته به سومرن جي دؤر کان شروع ٿئي ٿي. سومرن جو دؤر سنڌ جي تاريخ جو رومانوي دؤر هو. جنهن ۾ عشقيه داستان ۽ بهادرن جي سورهيائيءَ جا ڪارناما، پهريائين عام رس رهاڻ جا موضوع بڻيا ۽ پوءِ ڳائجڻ لڳا. سسئي پنهون، سهڻي ميهار، بديع الجمال جا داستان توڙي مورڙي، مانگر مڇ جو قصو هن دؤر جي اوائل ۾ اُسريا ۽ سورٺ راءِ ڏياچ، مومل راڻو عمر مارئي ۽ ليلان چنيسر جا داستان پوءِ مشهور ٿيا. وقت جي پانن ۽ مگڻهارن اُنهن عشقيه قصن ۽ جنگي داستانن مان هر هڪ کي هڪ خاص انداز ۽ لئي ۾ بيان ڪيو ۽ ڳايو.

ڳائڻ واري حالت ۾ ڳالهه ۽ اُن جو ڳائڻ هڪ ٻئي لاءِ لازم ملزوم جُز بڻيا ۽ سُرن جو بنياد پيو يعني ته قصي يا ڳالهه ۽ اُن جي مخصوص ڳائڻ کي ملائي سر سڏيو ويو. اهڙيءَ طرح سومرن جي دؤر ۾ سنڌي راڳ جي تاريخ ۾ هڪ نئين باب يعني 'سروار موسيقي' جو اضافو ٿيو. سنڌي ٻوليءَ جا اصطلاح جهڙوڪ 'ڳالهه ۽ اُن جا سُر' يا 'ڳالهه جو سُر سمجهڻ' انهيءَ آڳاٽي دؤر جا يادگار آهن. مٿي بيان ڪري آيا آهيون ته هندي توڙي هندستاني راڳ جي اصطلاح ۾ ست سُر سرگم جا آهن. پر سنڌي راڳ جي سلسلي ۾ ستن سُرن مان مراد ٿيندي ست جدا جدا قصا يا داستان. جن کي ڳائي بيان ڪجي. 'ست سُرا بيت' جيڪي اڄ تائين سگهڙن جي ڪچهرين ۾ هلن ٿا. سي اُنهيءَ معنيٰ تي شاهد آهن ۽ ست سُريون ٻُڌائڻ وارو اصطلاح پڻ اُنهيءَ آڳاٽي مفهوم جو يادگار آهي. سرائتيون ڳجهارتون ۽ سرائتيون ڪافيون پڻ اُهائي معنيٰ رکن ٿيون. يعني ته اهڙيون ڳجهارتون ۽ ڪافيون جن جو مضمون سنڌ جي قصن تي ٻَڌل هجي. سر سسئي، بنيادي طور تي عشق جي فلسفي اُن جي ماهيت ۽ اُن جي مذڪور جو باب آهي. جنهن ۾ پيهي وڃڻ ماڻهوءَ لاءِ نهايت مشڪل آهي.

عام طور تي ڏنو ويو آهي ته سر سسئي، جيڪو جدوجهد جي علامت بڻيل آهي. اُن کي ٻين شاعرن پڻ پنهنجي پنهنجي رنگ ۾ ڳايو آهي. راڳ جي حوالي سان شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سسئيءَ کي علامتي طور پنجن سُرن ۾ ڳايو آهي. جيڪي سسئي آبري، معذوري، ديسي، ڪوهياري ۽ حسيني آهن.

سر سسئي آبريءَ عشق جي فلسفي ۽ اُن جي ماهيت ڪانسواءِ راڳ جي به زمري ۾ اچي ٿو. جيڪو هڪڙو قديم راڳ هو. جڏهن ته ٻين صوفين شاعرن سسئيءَ تي جيڪو ڪجهه شعر چيو آهي اُهو علامتي آهي. سسئيءَ کي عشق توڙي جدوجهد جي علامت بڻائي تمثيلي طور شعر چيا ويا آهن. پر آبري هڪ ٺيٺ ۽ الڳ سُر آهي. جنهن کي شاهه لطيف پنهنجي فڪر جي ڪمال ۽ راڳ جي ڄاڻ سان هڪڙي خاص سُر ۾ لاتو آهي. جنهن کي سسئي آبري چيو وڃي ٿو.

**سسئي پنهون** (ڪتاب): پنجابي اديب هرنام سنگهه 'شان' جي ڪتاب 'سسئي هاشم' جو اختصار سان ترجمو، ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻيءَ جي ايڊيٽرشپ ۾ گوبندسنگهه منسڪاڻيءَ ڪيو آهي. مهاڳ ۾ ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻيءَ لکيو آهي ته: سسئي پنهونءَ جي قصي کي ساهتيه ۾ هڪ خاص اهميت آهي... ڪنهن زماني ۾ سنڌ جي سر زمين ڪافي وسيع هئي ۽ هڪ پاسي ڪشمير ته ٻئي پاسي ڪيچ مڪران سان وڃي ٿي



ملي... ٻاهرين ماڻهن جي آمدرفت ۽ سنڌين سان ملڻ جلڻ سبب سنڌ جا ڪيترا قصا ٻين ملڪن ۾ پهتا... رڳو سنڌ ۾ پرواري پرانت پنجاب جي مشهور ڪهاڻين جو مثال ڏنا وڃن ته سنڌي سهڻي ۽ ميهار ڪي سنڌ جا رهاڪو ڏيکارڻ ۽ سندن عشق ۽ محبت، خود ٻڌڻ جي جاءِ ڪي شهدادپور ته ڪي نئون ڏيکارين. پنجابي شاعر ۽ ڪهاڻي نويس وري ڪين پنجابي ڄاڻي، ڪي راوي ته ڪي چناب جي ڪناري جا حوالا ڏيئن...

پنجاب يونيورسٽيءَ جي پروفيسر هرنام سنگهه گهٽي جاڪوڙ ۽ اپياس ڪانپوءِ 'سسئي هاشم شاه' اٽڪل 800 صفحن جو ڪتاب، پنجابي زبان ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪهاڻيءَ ۾ سيد هاشم جو منظوم قصو ۽ ڪهاڻيءَ سان لاڳاپو رکندڙ مثال ۽ روايتون پيش ڪيا آهن...

هن پنهنجي تحقيق ڪي اردو، انگريزي، پنجابي، فارسي، گجراتي، راجستاني، هندي ۽ سنڌي ٻولين، يهودي ۽ يوناني ڏند ڪٿائن، فلم ۽ ريڊيو روپانترن مان ڪهاڻيءَ جي بنياد، زمان ۽ مڪان واسطي حوالا ۽ سمجهاڻيون ڏنيون آهن... پروفيسر هرنام سنگهه جي اجازت سان ان ڪتاب جو اختصاري ترجمو ساهتيه اڪاڊميءَ ڪري ڇپايو آهي، جيڪو سسئي پنهونءَ بابت وڏيڪ ڪوجنا ۽ تاريخي چنڊ ڇاڻ جو باعث بڻيو. ڊيمي سائيز جي 216 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب ساهتيه اڪيڊمي، نئين دهليءَ 1970ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 6 روپيا آهي.

**سسئي-پنهون جو ميلو:** سومرن جي دور ۾ هن مشهور رومانوي داستان جي مک ڪردارن (سسئي-پنهون) جي قبرن تي هر سال 13 جولاءِ کان 15 جولاءِ/ رجب 11، 12 ۽ 13 تاريخ تي پبني ناڪي جي ويجهو ڳوٺ سنگهر ۾ ميلو لڳي ٿو. جيڪو حب شهر کان 52 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. سسئي- پنهون ميلي ۾ سنڌ، بلوچستان ۽ ٻين علائقن مان ايندڙ عقيدتمندن جو تعداد هر سال 10000 کان مٿي هجي ٿي، جن ۾ مرد، عورت زيارتين سان گڏ، ٻارن جو به گهڻو تعداد هوندو آهي. ميلي ڪميٽي جا ميمبر زيارتين جي لاءِ کاڌي پيتي، رهائش ۽ دوائن جي فراهميءَ جو بندوبست ڪندا آهن ۽ ڪميٽيءَ ميلي تي ايندڙ خرچ لاءِ سنڌ ۽ بلوچستان جي قبائلي سردارن کان مالي مدد به حاصل ڪندي آهي.

هن ميلي ۾ سنڌ، بلوچستان ۽ ٻين علائقن مان آيل صوفي فنڪار مشهور درويشن جو ڪلام ڳائيندا آهن ۽ ميلي جا ٽئي ڏينهن ملاکڙي جو بندوبست ڪيو ويندو آهي، جنهن ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جا مشهور ملهه شريڪ ٿيندا آهن. هي ميلو ٻنهي صوبن کان آيل ماڻهن جي وچ ۾ امن ڀائيچارو ۽ محبت پيدا ڪري ٿو.

**سسئي ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي ٺٽي جي تعلقي ميرپور ساڪري ۾ تاريخي ماڳ ڀنڀور جي ڪنڌيءَ تي اوڀر ۾ واقع آهي. جيتوڻيڪ هينئر هيءَ ڍنڍ مينهوڳين ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڀرجندي آهي، نه ته اڪثر خشڪ رهندي آهي، پر اوائلي دور ۾ هيءَ ڍنڍ آباد رهندي هئي ۽ ڀنڀور جي رهواسين جي پاڻيءَ جي ضرورتن کي پڻ ڪنهن حد تائين پورو ڪندي هئي.

ڀنڀور جي ماڳ سان جيئن ته تاريخي قصو سسئي پنهون منسوب ٿيل آهن، جنهن کي سنڌ جي عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي پڻ پنهنجي شاعريءَ جو حصو بڻائي هميشه لاءِ لافاني ۽ امر ڪري ڇڏيو آهي. اهڙيءَ طرح هيءَ ڍنڍ مائي سسئيءَ جي نالي سان سڏي وڃي ٿي. سسئي ڀنڀور شهر ۾ پيدا ٿي ۽ هتي ئي وڏي ٿي ۽ ڀنڀور لاءِ چيو وڃي ٿو ته ڀنڀور راءِ راجا نالي هڪ راجا هتي راڄ ڪندو هو. تنهنڪري هن علائقي جو نالو به سندس پويان ڀنڀور سڏجڻ لڳو. هينئر هيءَ خشڪ ڍنڍ ڀنڀور ميوزم جي اوڀر ۾ ڏسي سگهجي ٿي، جتي ميوزم اختيارين 'سسئي ڍنڍ' جو بورڊ پڻ هڻي ڇڏيو آهي.

**سعادت حسن منٽو:** اردو ٻوليءَ جو نامور افسانه نگار سعادت حسن منٽو ولد غلام حسين 11 مئي 1912ع تي سمبرالا، ضلعي لڌيانا ۾ پيدا ٿيو. سندس تعلق ڪشميرين جي مشهور 'منٽو' خاندان سان هو.



سندس والد جج هو. سعادت ابتدائي تعليم گهر ۾ ورتي، مئٽرڪ جو امتحان 1931ع ۾ پاس ڪيو. هن ايف. اي ۾ ٻه دفعا فيل ٿيڻ کان پوءِ 1935ع ۾ عليگڙهه يونيورسٽيءَ ۾ داخلا ورتي، پر بيماريءَ جي ڪري تعليم جاري نه رکي سگهيو ۽ واپس موٽي آيو. ٻاري عليگ جي سفارش تي ڪيس لاهور جي هڪ اخبار 'پارس' ۾ ملازمت ملي پر ڪجهه مهينن بعد ملازمت ڇڏي ممبئيءَ هليو ويو ۽ اتي 1940ع تائين هفتيوار اخبار 'مصور'، هفتيوار 'سماج' ۽ هفتيوار 'ڪاروان' سان واڳيل رهيو. ان کانسواءِ بمبئيءَ ۾ منٽو مختلف فلمي ڪمپنين سان بطور ڪهاڻي نويس ۽ مڪالمه نگار به رهيو. هن جنوري 1941ع کان جولاءِ 1942ع تائين آل انڊيا ريڊيو تي فيچرنگار ۽ ڊراما نگار طور پڻ ڪم ڪيو. 1942ع ۾ ٻيهر بمبئي آيو ۽ هفتيوار 'مصور' سان واڳيل رهيو. ان کان سواءِ فلمستان لميٽيڊ ۽ بمبئي ٽاڪيز ۾ ڪهاڻي نويس ۽ مڪالمه نگار طور ڪم ڪندو رهيو. سعادت حسن جنوري 1948ع ۾ پاڪستان آيو. هن ادبي زندگيءَ جو آغاز ترجما ڪرڻ سان ڪيو. هن شروعات ۾ آسڪر وائيلڊ جي ڊرامي 'ويرا' جو ترجمو ڪيو. ان بعد هن چيخوف جي ڪجهه ڊرامن ۽ ميڪسم گورڪيءَ جي افسانن جو ترجمو ڪيو. سعادت حسن منٽو جي شايع ٿيل افسانوي مجموعن ۾ : آتش پاري، منٽو ڪي افسانی (1940ع)، دونهوان (1941ع)، لذت سنگ (1948ع)، چغد، سياه حاشي (1948ع)، خالي بوتلين خالي ڊبي (1950ع)، ٺنڊا گوشت (1950ع)، نمرود ڪي خدائي، بادشاهت ڪا خاتمه، يزيد (1951ع)، سڙڪ ڪي ڪناري، اوپر نيچي اور درميان، سڙڪون ڪي پيڇي، ڪالي پڙدي ڪي پيڇي (1953ع)، بغير عنوان ڪي (1954ع)، طاهره اور طاهر (1954ع)، بغير اجازت، برقعي (1955ع)، شڪاري عورتين (1955ع)، رتي تولا ماشا (1956ع)، ڪالي شلوار (1961ع) وغيره شامل آهن.

ڪافي پبليڪيشن ادارا هن جون ڪليات به شايع ڪري چڪا آهن، جن ۾ افسانن ڪانسواءِ ريڊيائي ڊراما، مضمون ۽ خاڪا به شامل آهن.

سعادت حسن منٽو 18 جنوري 1955ع تي 42 ورهين جي عمر ۾ لاهور ۾ وفات ڪئي. سعادت حسن جي ادبي خدمتن عيوض پاڪستان حڪومت طرفان کيس 'نشان امتياز' ڏنو ويو هو ۽ 18 جنوري 2005ع تي سندس ورسي جي موقعي تي پاڪستان پوسٽ کاتي طرفان سندس ياد ۾ پوسٽ ٽڪليون جاري ڪيون.

'منٽو نامه' عنوان سان منٽوءَ جي افسانوي ادب جو ڪليات سنگ ميل پبليڪيشنز لاهور، 2000ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**سعدالله شيخ:** نامور حڪيم مولوي سعدالله ولد حاجي سائين ڏنو خان شيخ، 12 نومبر 1922ع تي مرزاپور، تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. هن قرآن شريف ۽ فارسيءَ جي ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان ورتي، 1936ع ۾ شڪارپور مان سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪيائين. ديني تعليم لاءِ ميروخان ۾ خوش خير محمد ميروخانائيءَ وٽ هڪ سال، سکر جي مدرسي ۾ ڏيڍ سال، ٽيڙهيءَ ۾ چار سال، 'مدرسه اشرفيه شڪارپور' ۾ ڏيڍ سال ۾ پڙهيو. 1966ع ۾ مدرسه اشرفيه پاران کيس قرات جي سند ۽ درس نظاميءَ جو دستار بند ڪيو ويو. والد جي مرضي ۽ پنهنجي علمي شوق جي پورائيءَ لاءِ دهليءَ ويو، جتي 'طبيه ڪاليج' ۾ اٽڪل ٽي سال تعليم حاصل ڪيائين. 1947ع ۾ ورهاڱي سبب کيس واپس اچڻو پيو. باقي رهيل هڪ سال لاهور جي 'دواخانا حڪيم اجمل خان' (حڪيم محمد نبي جمال سويدا پاران قائم ڪيل) ۾ رهي آخري امتحان پاس ڪري فاضل طب ۽ جراحت جي سند حاصل ڪيائين. طب جي عملي تعليم ۽ تجربو تنهن وقت جي مشهور ڊاڪٽرن محمد عمر شيخ وٽ سکر ۾ ۽ حڪيم قائم الدين مهر وٽ جيڪب آباد ۾ حاصل ڪري 1949ع ۾ هيءَ مڪمل طور تي نئين ديري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ منتقل ٿي آيو. جتان مطب جي شروعات ڪيائين. سندس هٿ ۾ شفا رکيل هئي، هزارين مريض وٽانئس شفاياب ٿيا. حڪيم سعدالله شيخ جو ذهني لاڙو مذهبي هجڻ سبب ڪيترو ئي وقت شاهي بازار نئين ديري واري مسجد جو پيش امام رهيو. حڪيم صاحب هن مسجد ۾ ٻارن کي قرآن جي تعليم به ڏيندو هو هن ٻه دفعا حج جي سعادت پڻ حاصل ڪئي. شروعاتي دور ۾ سندس سياست سان به تعلق رهيو. سندس سياسي لاڙو پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان رهيو هو شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي ڳوٺائي هجڻ جي ناتي سندس ويجهن رفيقن مان هو.

**سعدالله مفتي:** مشهور مفتي مولانا سعدالله انصاريءَ جو اصل نالو عبدالرحيم هو. سندس جنم 18 ذوالقعد 1286هه مطابق 19 فيبروري 1870ع تي هالا نوان ضلعي مٽياريءَ ۾ ٿيو. مفتي سعدالله ابتدائي تعليم هالن ۾ حاصل ڪئي، سندس تعلق هڪ عالم گهراڻي سان هو. هن وڌيڪ تعليم عربستان وڃي حاصل ڪئي. هن اتي مڪي شريف ۾ ساڍا ٽي سال درس به ڏنو. جنهن ڪانپوءِ موٽي وطن آيو ۽ حيدرآباد صدر جي جامع مسجد ۾ پيش امام مقرر ٿيو. پاڻ سيني علمن کان واقف هو. نجوم، عروض ۽ ٻين فنن تي مهارت رکندو هو. 1901ع ۾ رياست خيرپور لاءِ مفتي مقرر ٿيو. پاڻ اتي سرڪاري طور قضا جو ڪم ڪندو هو فتويٰ به ڏيندو هو ته سرڪاري هنري اسڪول ۾ عربي به پڙهائيندو هو 1929ع کان ناز هاءِ اسڪول خيرپور ميرس ۾ عربي پڙهائڻ شروع ڪيائين. مفتي سعدالله ڪيترائي سال خيرپور رياست ۾ قضا جي عهدي تي فائز رهيو پر پوءِ هن شيعا مذهب جي خلاف هڪ ڪتاب 'توب مخمدي' نالي لکيو جنهن تي رياست جي والي ان عهدي تان کيس هٽائي ڇڏيو. مفتي سعدالله بلند پايي جو عالم هو مولانا تاج محمود امروٽي ۽ مولانا هاليجويءَ جهڙا عالم به ڪڏهن ڪڏهن ڪن پيچده مسئلن ۾ هن ڏانهن رجوع ڪندا هئا. پاڻ شاعري به ڪندو هو سندس اکر تمام سهڻا هوندا هئا. هن مولانا عبدالغفور همايونيءَ جا رسالا پڻ نقل ڪيا هئا. ان ڪانسواءِ هن هڪ ڪتاب 'ضرب المدارس بجواب واقعة القرطاس' لکيو هو جيڪو ڇپجي نه سگهيو هو ۽ هاڻي اهو ناپيد آهي. هن 1942ع ۾ وفات ڪئي.

**سعدان:** سعدان يعني ٻه سعد ستارا، اهي ٻه مشهور ستارا زهره ۽ مشتري آهن. انهن مان مشتريءَ کي سعد الاڪبر (وڏي ڀاڳ وارو) ۽ زهره کي سعد الاصغر چيو ويجي ٿو. ستارن جي علم جي ماهرن موجب جيڪو شخص مشتري ستاري جي ڇانو ۾ پيدا ٿيو هوندو ته اهو شخص حياتيءَ ۾ خوش ۽ خورم هوندو ۽ هو عبادت، خوف خدا، سچائي، زهد ۽ تقويٰ ۾ الڳ حيثيت وارو هوندو. زهره جي ٻاري ۾ چيو ويجي ٿو ته هن ستاري وارو ماڻهو بختاور ۽ زندگيءَ ۾ دنيا جون سموريون خوشيون حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندو. سعد جو ضد نحس يعني نحوست يا بدبختي آهي. سعدان جو ضد وري زحل ۽ مريخ ستارا چيا وڃن ٿا.

**سعد بن عباده رضه:** حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جو پروسي وارو اصحابي حضرت سعد بن عباده رضه هڪ وچٽري طبيعت جو مالڪ هو. جاهليت واري زماني ۾ به عربن ۾ لکيو پڙهيو شخص ڳڻيو ويندو هو. پاڻ بهترين تارو (تري جاڻندڙ) ۽ مشهور تير انداز هو. بدر جي جنگ ۾ شريڪ نه ٿي سگهيو هو، ليڪن احد جي جنگ ۾ شريڪ ٿيو ۽ حضرت سعد بن معاذ رضه سان گڏجي سچي سردار صلي الله عليه وسلم جي خدمت ۽ دوا دارون ڪيائين، ڇاڪاڻ ته ان جنگ ۾ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جو ڏند مبارڪ شهيد ٿيو هو ۽ ڪين زخم به رسيا. ان ڪانسواءِ حضرت سعد بن عباده رضه ٻين جنگين ۾ به پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم سان هڪ جان گهوريندڙ سپاهيءَ جي حيثيت سان شرڪت ڪئي. ڪيترا ڀيرا ڪين جهنڊي کڻڻ جي ذميداري به ملي. پاڻ هڪ وڏو سخي شخص به هو جڏهن بني نضير قبيلي جو گهيرو ڪيو ويو ته هن گهيري ۾ قاتلن لاءِ پنهنجي خرچ سان کارڪون خريد ڪري ڪين پهچايون. اهڙيءَ طرح بني قرنظيه جو گهيرو ڪندڙ فوجن کي پڻ رسد جو سامان پهچايو پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وسلم جن جي وصال ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضه جي خليفي ٿيڻ ڪانپوءِ حضرت سعد بن عباده رضه شام هليو ويو ۽ اتي سن 15 هجري/ 637ع ۾ وفات ڪيائين.

**سعدپور** (ديهه): ضلعي دادوءَ جي تعلقي ميهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ٽي ڳوٺ: گل محمد جتوئي، جتن وليج، سعيدپور ۽ گهري شامل آهن.

**سعدوديرو** (ديهه): تعلقي رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن.

حسن مگٽيجو، گهنور پٽي، ٻاجهي گوپانگ، جمعو گوپانگ (ٻچل گوپانگ)، محبوب گوپانگ (باغ علي گوپانگ)، عالم خان مگٽيجو، منل کوکر ۽ حسن واهڻ.

**سعدي شيرازي**: نامور فارسي شاعر ۽ عالم سعدي شيرازيءَ جو پورو نالو شيخ مشرف الدين هو. هن اندازاً 580هه/ 1184ع ۾ شيراز، ايران ۾ جنم ورتو. هو اڃا ٻار ئي هو ته سندس پيءُ جو انتقال ٿي ويو. جنهن کانپوءِ سعد بن زنگيءَ جي نگرانيءَ ۾ هن جي پرورش ۽ تربيت ٿي، ان ڪري هن اڳتي هلي شاعريءَ ۾ پنهنجو تخلص 'سعدي' رکيو.

شيخ سعدي ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ وڌيڪ تعليم جي حاصلات لاءِ بغداد ويو، جتي هن وقت جي مشهور درسگاهه 'نظاميه' ۾ تعليم حاصل ڪئي، جنهن کانپوءِ باطني علم جي تحصيل حاصل ڪيائين. ان ڏس ۾ هن وقت جي تمام وڏي ولي ۽ ڪامل مرشد حضرت عبدالقادر جيلاني جي هٿ تي بيعت ڪئي. گڏوگڏ هن حج جو مقدس فريضو پڻ ادا ڪيو. شيخ سعديءَ پنهنجي زندگيءَ ۾ 14 حج ڪيا.

شيخ سعديءَ جي شهرت شاعريءَ جي ڪري آهي. ان ڪري ڪيس ايران جي مشهور شاعرن: فردوسي ۽ حافظ شيرازيءَ وانگر وڏي مقبوليت حاصل ٿي. هن پنهنجي طويل زندگيءَ جا پهريان ٽيهه سال صرف مطالعي ۾ گذاريا. ان کانپوءِ هن باقي زندگيءَ جا ٽيهه سال سير سياحت ۽ شعر گوئي ڪندي بسر ڪيا. آخري ٽن سالن ۾ مراقبي ۽ مجاهدي سان گڏ پنهنجي ڪلام جي تڪميل ۽ ترتيب طرف ڌيان ڏنائين ۽ باقي عمر جا 12 سال تصوف جي تعليم، اشاعت ۽ تبليغ ۾ صرف ڪيائين.

جن ڏينهن ۾ شيخ سعدي سياحت تي نڪتل هو، تڏهن هو هندستان ۾ به آيو. پنهنجي هندستان ۾ آمد ۾ ذڪر شيخ سعديءَ پنهنجي مشهور ڪتاب 'بوستان' ۾ به ڪيو آهي. سندس به تصنيفون 'گلستان' ۽ 'بوستان' تمام گهڻيون مقبول ٿيون. هن بوستان 655هه مطابق 1259ع ۾ لکيو ۽ گلستان 656هه مطابق 1258ع ۾ لکي پورو ڪيو. بوستان ۾ اخلاقي موضوعن تي نظم شامل آهن، جڏهن ته گلستان بنيادي طرح نثر ۾ آهي. ان ۾ به اهم اخلاقي مسئلن بابت ڪهاڻيون، اثرائتي نموني ۾ پيش ڪيون ويون آهن. شيخ سعديءَ هنن ٻنهي ڪتابن کانسواءِ غزلن جو ديوان، قصيدن ۽ نظمن جا مجموعا 'طيبات' هزليات جي صورت ۾ به لکيا آهن.

شيخ سعديءَ جي شاعري عرب توڙي عجم ۾ وڏي مقبوليت حاصل ڪئي. برصغير جي سمورين ٻولين جي شاعريءَ تي شيخ سعديءَ جي شاعريءَ جو اثر نمايان نظر اچي ٿو. شاهه لطيف کان وٺي سنڌ جي ڪيترن ڪلاسيڪي شاعرن تي سعديءَ جو ڪافي اثر معلوم ٿئي ٿو. سعديءَ جا ڪتاب بوستان ۽ گلستان سنڌ جي مڪتبي تعليم ۾ اهم حيثيت رکن ٿا ۽ اڄ ڏينهن تائين مدرسن ۾ پڙهايا ويندا آهن. سنڌيءَ ۾ غلام محمد شهوانيءَ ۽ ٻين 'بوستان' ۽ 'گلستان' جو ترجمو ڪيو آهي. ان کانسواءِ به سنڌي زبان ۾ سعدي شيرازيءَ جي شاعري ۽ شخصيت تي ڪافي لکيو ويو آهي.

سعدي شيرازي به ذوالقعد 691هه مطابق 1292ع ۾ وفات ڪئي ۽ ان وقت پاڻ شيراز ۾ سڪونت پذير هو. سندس مزار شيراز شهر جي اڀرندي طرف اڄ به موجود آهي، جتي سڄيءَ دنيا مان سندس عقيدتمند حاضري پرڻ ايندا آهن.

**سعديه حليمه دائي**رضہ: پاڻ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن جي رضاعي امڙ هئي. عرب جي سعد بن بڪر قبيلي سان سندس تعلق هو. ان دور ۾ عرب ۾ رواج هو ته مائرون پنهنجي ٻارن کي پنهنجي ٿڃ نه پياريندي هيون، بلڪ انهن کي ٻين ماين (دائين) جي حوالي ڪيو ويندو هو. جيڪي ڪين پنهنجي ٿڃ پياري ٻار نپائي وڏو ڪنديون هيون. اهڙيءَ طرح جڏهن پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم جن پيدا ٿيا ته ڪين بيبي حليمهرضہ سعديه جي حوالي ڪيو ويو. ان سال عرب ۾ قحط پيو هو، ان ڪري دائي حليمان مڪي ۾ ڪهي آئي ته جيئن ڪيس ڪو ٻار کير پيارڻ لاءِ ملي پوي. نيٺ هو انهيءَ مقصد ۾ ڪامياب ٿي ۽ سندس بخت کلي پيو. جڏهن هو حضرت محمد ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي پاڻ سان ڪٺي آئي، تڏهن پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جي برڪت سان سندس گهر ۾ خوشحالي اچي وئي. ٻارن کي دائين جي حوالي ڪرڻ جو رواج فقط امير گهراڻن ۾ هو. بيبي حليمه بنت ابي ذوئيب جو مڙس حارث هو. اهڙيءَ طرح بيبي حليمه جو هڪ پٽ عبدالله پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جو رضاعي ڀاءُ ۽ انيسه ۽ شيما به رضاعي ڀيڻون هيون. جڏهن غزوه حُنين ٿي، تڏهن شيما هوازن قبيلي جي قيدين سان گڏ قيد ٿي مسلمانن وٽ آئي، جڏهن پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن شيما کي ڏٺو تڏهن ان جي عزت ڪيائون ۽ تحفا تحائف ڏيئي آزاد ڪري ڇڏيائون.

**سعودي عرب**: اسلامي دنيا جي هن مشهور ملڪ جو سرڪاري نالو 'المملكة السعودية' (Kingdom of Saudi Arabia) آهي. هن ملڪ جي گاديءَ جو هنڌ رياض آهي. هن ملڪ جو پراڻو نالو نجد ۽ حجاز هو. جاگرافيءَ جي لحاظ کان هي ڏکڻ- اولهه ايشيا جو ملڪ آهي، هن جي اتر ۾ اردن، عراق، ڪويت، اوڀر ۾ فارس نار، بحرين، قطر ۽ گڏيل عرب امارتون، ڏکڻ اوڀر ۾ عمان، ڏکڻ ۾ يمن ۽ اولهه ۾ ڳاڙهو سمنڊ واقع آهي. سعودي عرب، ٻيٽ نما هڪ وڏي حصي تي ٻڌل آهي. هن جي اوڀر کان اولهه طرف ڊيگهه 2076 ڪلوميٽر (1290 ميل) ۽ اتر کان ڏکڻ طرف ويڪر 1843 ڪلوميٽر (1145 ميل) آهي. هن ملڪ جي 60 سيڪڙو ايراضي ريگستاني آهي، ڳاڙهو سمنڊ هن کي مصر، سوڊان ۽ حبش کان ڌار ڪري ٿو. ڳاڙهي سمنڊ سان گڏوگڏ اوڀر ۾ ڪناري وارو

پٽ آهي. انهيءَ ڪناري واري پٽ جي اوڀر ۾ اتر کان ڏکڻ تائين جابلو سلسلو آهي. جنهن کي حجاز چوندا آهن. اولهندي حصي ۾ اهو جابلو سلسلو هڪ پٽ وانگر آهي. جيڪا اولهه جي ڪناري واري پٽ کي ملڪ جي ٻين حصن کان ڌار ڪري ٿي. جدي ۽ مڪي ۾ ان جابلو سلسلي جي بلندي گهٽ آهي. پر مڪي جي ڏکڻ پاسي ڪجهه چوٽين جي بلندي سمنڊ جي سطح کان 2650 ميٽر اوچي آهي. هن ملڪ جي پکيڙ 2331000 چورس ڪلوميٽر 899766 چورس ميل آهي ۽ آبادي 3 ڪروڙن جي لڳ ڀڳ آهي.

50ع واري ڏهاڪي ۾ جڏهن سعودي عرب مان قدرتي تيل ۽ گئس دريافت ٿي ته ان معدني دولت سان هي ملڪ نهايت شاهوڪار بڻجي ويو. هن ملڪ ۾ بادشاهت جو بنياد 1932ع ۾ عبدالعزيز ابن سعود رکيو. جنهن بعد سندس ئي اولاد مان حڪمران ٿيندا رهن ٿا.

هن ملڪ جو ذڪر سڀ کان اڳ ۾ 1000 ق. م ۾ حضرت سليمانؑ جي دور ۾ ملي ٿو. پوءِ جاگرافيدانن هن کي 5 حصن، حجاز، يمن، تهاما، نجد ۽ عروض ۾ ورهايو. ان کانپوءِ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جي زماني ۾ اهو حجاز، نجد، يمن ۽ بحرين تي ٻڌل ڇئن حصن ۾ ورهايل هو. جيئن ته هي ويران ۽ واريءَ تي ٻڌل علائقو هو. ان ڪري هتان جا ماڻهو چوپايو مال چارڻ ۽ واپار سان لاڳاپيل هئا.

هن ئي سرزمين تي آخري پيغمبر حضرت محمد صلي الله عليه وسلم، 570ع ۾ مڪي شريف ۾ جنم ورتو. ان وقت هتان جا ماڻهو ڪيترن ئي خدائن جا پوڄاري هئا. صدين کان مختلف قبيلن ۽ خاندانن ۾ ورهايل اهو ٻيٽ نما عربستان 7 صدي عيسويءَ جي شروعات ۾ اسلام جي روشنيءَ سان منور ٿيو. 632ع ۾ جڏهن پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم




جو وصال ٿيو ته سڄو عرب اسلام جي دائري ۾ داخل ٿي چڪو هو. 7 صدي عيسويءَ جي وچ ڌاري خلفاءِ راشدين جي عهد ۾ عرب جي اوڀر، اولهه ۽ اتر پاسي وارا علائقا فتح ٿي چڪا هئا. 660ع ۾ امير معاويه پنهنجي گاديءَ جو هنڌ مديني مان دمشق منتقل ڪيو. 750ع جي شروعات ۾ مسلم سلطنت مختلف رياستن ۾ ورهائجي وئي. خلافت راشده کانپوءِ عرب وچئين دور جا ڪيترائي حڪمران ڏٺا جن ۾ اموي، عباسي،


مڪو شريف: ڪعبة الله

قرمطي، فاطمي، سلجوق ۽ مصر جا مملوڪ سلطان هڪ ٻئي پٺيان هتي حڪمراني ڪندا رهيا.

1517ع ۾ عثماني سلطان سليم پهرئين مصر ۽ حجاز کي فتح ڪيو ۽ 'خادم الحرمين' جو لقب اختيار ڪيو. آل سعود جي تاريخ 18 صديءَ کان شروع ٿئي ٿي. ان وقت عرب جي رهواسين تي جهالت ڇانيل


مدينو شريف: مسجد نبوي

هئي ۽ هو ڪيترن ئي خرابين ۾ مبتلا هئا. اهڙي ماحول ۾ 1741ع ۾ شيخ محمد بن عدالوهاب جي وهابي تحريڪ شروع ٿي. ڪجهه عرصي کانپوءِ امير محد بن سعود جيڪو درعيه جو حاڪم هو، ان عبدالوهاب جي تحريڪ ۾ شموليت اختيار ڪئي. هن حڪومت جي گاديءَ جو هنڌ درعيه بجاءِ رياض کي قرار ڏنو محمد بن سعود جي انتقال کانپوءِ سندس پٽ عبدالعزيز پهرئين (1720ع-1803ع) درعيه جي ننڍڙي عمارت کان آل سعود جي حڪومت جي شروعات ڪئي. 1744ع ۾ عبدالوهاب ۽ محمد بن سعود اهو فيصلو ڪيو هو ته اهي هڪ ٻئي سان ملي اهڙي رياست قائم ڪندا، جتي صرف ۽ صرف اسلامي شريعت تي عمل ٿيندو.

1801ع ۾ آل سعود ۽ وهابي فوج ملي ڪري ڪربلا سميت اوڀر عراق جي ڪجهه علائقن تي قبضو ڪري ورتو ان ڪانسواءِ طائف ۽ بحرين به سندس هٿ وس ٿي ويا. 1803ع ۾ امير عبدالعزيز کي نماز دوران قتل ڪيو ويو، جنهن ڪانپوءِ سندس پٽ سعود، حڪومت جي واڳ سنڀاليندي 1805ع ۾ مڪو ۽ مدينو فتح ڪيو. 1810ع ۾ هن شام تي قبضو ڪيو، پر پوءِ مصر جي سلطان محمد علي پاشا جي پٽ طوسون پاشا 1813ع ۾ مدينو ۽ مڪو فتح ڪري ورتو. ائين ترڪن جي عثماني



مڪي شريف ۾ ٺاهيل عاليشان ٽاور جو ڏيک

حڪومت قائم ٿي، جنهن 1818ع ۾ سعود خاندان جي حڪومت جو خاتمو آندو. 1820ع ۾ امير عبدالله کي قاهره جي ميدان ابا صوفيا تي ڦاهي ڏني وئي، ال سعود جو ٻيو دور 1824ع کان شروع ٿئي ٿو جڏهن عبدالله بن محمد جي پٽ ترڪي بن عبدالله 'رياض' تي قبضو ڪيو ۽ پوءِ نجد جا سڀ شهر محمد علي پاشا کان آزاد ڪرايا.

ان ڪانپوءِ امير فيصل، امير عبدالرحمان الفصيل ابن سعود (عبدالعزيز ٻيو) حڪومت جي واڳ سنڀالي، جنهن 9 ڊسمبر تي 1925ع ۾ مديني جي حڪومت به حاصل ڪندي 19 ڊسمبر تي جده تي به قبضو ڪيو ۽ 8 جنوري 1926ع تي فاتح جي حيثيت سان مڪي شريف ۾ داخل ٿيو. 20 مئي 1927ع تي برطانيا، جده ٺاهه تي صحيح ڪري سعودي علائقي جي آزادي ۽ خودمختياري تسليم ڪري ورتي ۽ 23 سيپٽمبر 1934ع تي چئن علائقن کي متحد ڪري سعودي عربيه جي پيڙهه وڌي وئي. 17 جون 1934ع تي سعوديه ۽ يمن جي حڪمران امن ٺاهه تي صحيحون ڪري 'جنگ صحرا' جو خاتمو آندو. 1957ع ۾ اردن ۽ عراق سان اتحاد ٿيو. 1969ع تي مسجد اقصيٰ کي باهه ڏيڻ جي واقعي ڪانپوءِ شاهه فيصل، پهرين اسلامي سربراهي ڪانفرنس مراڪش جي شهر رباط ۾ ڪوٺائي. 1970ع ۾ ٿيل ٺاهه موجب يمن سان جنگ ختم ٿي ۽ سعوديه عرب يمن کي تسليم ڪيو 22 فبروري 1974ع تي لاهور (پاڪستان) ۾ ٻي اسلامي سربراهي ڪانفرنس شاهه فيصل ۽ پاڪستان جي وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽي منعقد ڪرائي. شاهه فيصل، يورپ کي تيل ڏيڻ بند ڪيو. 25 مارچ 1975ع تي شاهه فيصل کي سندس ڀائٽي قتل ڪري ڇڏيو ان ڪانپوءِ شاهه خالد کي بادشاهه مقرر ڪيو ويو.

20 نومبر 1979ع تي 250 هٿياربند انتهاپسند نوجوانن جي هڪ گروپ 'بيت الله' تي قبضو ڪيو ان قبضي کي ختم ڪرائڻ لاءِ سعودي حڪومت جي مدد پاڪستان جي فوج ڪئي ۽ حفاظتي فوجن ۽ پاڪستاني ڪمانڊوز، 17 ڏينهن جي ويڙهه ڪانپوءِ انهن جو خاتمو آندو. 13 جون 1983ع ۾ شاهه خالد جي وفات ڪانپوءِ شهزادي فهد کي 'شاهه' ڪيو ويو جنهن 'جلالة الملڪ' جو خطاب ڪري خادم الحرمين الشريفين جو لقب اختيار ڪيو. 14 نومبر 1983ع تي دنيا جي سڀ کان وڏي هوائي اڏي 'شاهه خالد انٽرنيشنل' ايئرپورٽ رياض جو افتتاح ٿيو اپريل 1988ع ۾ ڪجهه ايراني حاجين جي فساد ڪري سعوديه، ايران سان هر قسم جا لاڳاپا ٽوڙي ڇڏيا. 2 آگسٽ 1990ع ۾ ڪويت تي عراق قبضو ڪيو ته، عراق تي حملي لاءِ آمريڪا ۽ اتحادي ملڪن جي سعوديه مدد ڪندي سڀ اڏا حوالي ڪري ڇڏيا. 21 جولاءِ 1990ع ۾ هن ملڪ جا چين سان سفارتي لاڳاپا قائم ٿيا. 26 مارچ 1991ع تي ايران سان ٻيهر لاڳاپا



سعودي آئل انڊسٽري جو هڪ ڏيک

بحال ٿيا 1994ع ۾ سعودي مملڪت جا 14 صوبا ڪيا ويا ۽ 9 سالن ڪانپوءِ سعودي عرب عراق سان پنهنجي سرحد کولي ڇڏي.

هن وقت سعوديه ۾ موروثي بادشاهت آهي، بادشاهه رياست جو مملڪتي اڳواڻ چيف ايگزيڪيوٽو سيني مطلق العنان اختيارن جو مالڪ، وزيراعظم ۽ هٿياربند فوج جو سپريم ڪمانڊر آهي. وليعهد کي نائب وزيراعظم جو درجو حاصل آهي.

هن ملڪ ۾ ڪو بہ آئين، اسيمبلي يا سياسي جماعت ناهي. سينئي ملڪي قانونن جو بنياد اسلامي شريعت آهي. بادشاهہ ڪابينا جي چونڊ پاڻ ڪندو آهي.

سعودي عرب جي سرڪاري ٻولي عربي ۽ انگريزي آهي، جڏهن تہ سڪو ريال آهي.

سعودي عرب جي ملڪيہ زرعي پيداوار ڪجي، ڪڻڪ ڀاڄيون وغيره آهن. هتان جي اهم صنعتن ۾ ٽيڪسٽائل، سيمنٽ جا ڪارخانا، آئل ريفائنري شامل آهن ۽ هن ملڪ جي اهم معدنيات ۾ تيل، قدرتي گئس، سون، ٽامو، لوهہ، چاندي ۽ شيهو وغيره شامل آهن.

سعودي عرب 24 آڪٽوبر 1945ع تي گڏيل قومن جي اداري جو ميمبر ٿيو ۽ 23 سيپٽمبر 1932ع ڪي آزاديءَ جو ڏهاڙو ڪري ملهايو ويندو آهي.


سعودي عرب جو موجوده بادشاهہ

سعودي عرب جي مشهور بادشاهن ۾ شاهہ عبدالعزيز بن سعود، شاهہ سعود، شاهہ فيصل، شاهہ خالد، شاهہ فهد، شاهہ عبدالله، شيخ زيد بن سلطان وغيره قابل ذڪر آهن.

هن ملڪ جي ملڪيہ پيداوار تيل آهي. تيل جي پيداوار کان اڳ هيءُ ملڪ غريب ملڪن ۾ شمار ٿيندو هو. پر تيل جي 50ع ۾ دريافت بعد هي ملڪ ترقيءَ طرف گامزن ٿيو.

سعودي عرب جي شهر حجاز، مڪي، مديني ۽ جده جي ماڻهن جي آمدني هر سال حج جي زيارت لاءِ ايندڙ حاجين جي آمد سبب ٿئي ٿي. هر سال ويهہ لک کان وڌيڪ مسلمان حج لاءِ اچن ٿا. تازو اخباري خبرن موجب سعودي انتظاميا حاجين جي سهولت لاءِ ترقياتي ڪم شروع ڪرايا آهن، جنهن بعد هر سال چاليهہ لک مسلمانن کي حج جي اجازت ملي سگهندي.

**سعي:** سعي جي لغوي معنيٰ تيز هلڻ آهي. ان باري ۾ هڪ حديث شريف ۾ آهي تہ: "جڏهن نماز لاءِ اچو تہ ڊوڙندا بيچيني ۽ اضطراب سان گڏ نہ اچو بلڪ وقار ۽ اطمينان سان اچو." الزجاج چوي ٿو تہ هر ڪم ۾ ذوق، شوق، ڪوشش، عمل ۽ ڦڙتي ڏيکارڻ 'سعي' آهي. قرآن شريف ۾ بہ 'سعي' جو ذڪر آيو آهي. "ان جو عمل رائگان نہ ويندو." (الانبياء: 94). "انسان کي اهوئي ڪجهہ ملندو آهي، جيڪو اهو عمل ڪندو آهي ۽ ان جو عمل ڪيس ضرور ڏيکاريو ويندو." (النجم: 39-40) "جڏهن اهو ڪم ڪار ۾ پنهنجي پيءُ جو هٿ ونڊائڻ (يا سرگرم عمل هجڻ) جي لائق ٿيو." (الصافات: 102). 'سعي' جو لفظ عام طور تي ڪنهن ڪم لاءِ سرگرم ٿيڻ يا ڪوشش ڪرڻ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿئي ٿو، پر اصطلاحي معنيٰ عمري ۽ حج جا مناسڪ ادا ڪرڻ دوران صفا ۽ مروه جي وچان تکي تکي هلڻ لاءِ مخصوص آهي.

**سعيدآباد** 1 (ديهہ): تعلقي هالا جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شهنشاهہ، مڱيو ڇچر، بلاول ڪوسو درياهہ خان ڪوسو گاجي بخش ڪوسو هليا، پير بخش ڪوسو ميان بخش ڪوسو حاجي لائق ڪوسو ۽ الهہ بخش ڪوسو.

**سعيدآباد** 2 (ديهہ): تعلقي ۽ ضلعي سکر جي هڪ ديهہ ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

لکڻ، نئين شهپور، غوثپور، حسين بخش لاشاري، مزاري، الهوڏايو خروس، مڱڻهار، گل لباڻو شيخ، حبيب خان، خروس، لاليجا خروس، قريشي، قيصر خروس، صاحب خان خروس ۽ نوناري.

**سعيدآباد** 3 (ديهہ): تعلقي روهڙي ۽ ضلعي سکر جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

باغائي پتو مولا شاهہ، گئوشالا ۽ ربن شيخ.

**سعيدالزمان 'عاطف':** مخدوم غلام حيدر المعروف سعيدالزمان 'عاطف' 14 آڪٽوبر 1964ع تي مخدوم طالب الموليٰ جي گهر ۾ هالا ضلعي مٽياريءَ ۾ جنم ورتو. ديني توڙي عصري تعليم مڪمل ڪرڻ کانپوءِ زميناري سنڀالڻ شروع ڪيائين.

پاڻ 1980ع کان شاعري شروع ڪيائين. سندس شاعريءَ جا ٽي مجموعا: 'پاڻ مراديون ڳالهيون'، 'ٻولي ڪبي نہ ٻي' ۽ 'عشق نہ چرچو پانءِ' قابل ذڪر آهن. ان کانسواءِ پاڻ ننڍڙا ديني ڪتاب 'اصلاح نفس' جي نالي سان هر مهيني ڇپائي پڌرا ڪندو هو. ان کانسواءِ 'الزمان' نالي هڪ ٻيو بہ ديني ڪتابن جو سلسلو شروع ڪيائين، جنهن جو وچور هن ريت آهي: (1) هادي آهي هڪڙو، (2) منزل ڏاڍي آهي پرانهين، (3) هاديءَ جي حڪمت، (4) جهاد في سبيل الله، (5) فڪر ڪاڻ فلاح، (6) غير جا لاڳاپا لاهين، (7) مولا جا طالب جي ٿين، (8) ڪر وجود ۾ وس، (9) وقت وڃئي ٿو ويسلا.

**سعيدپور** (ديهہ): تعلقي ڪنگري، ضلعي خيرپورميرس جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڳوٺ ٻڙدي، شاهہ محمد جوڻيجو، سعيدپور، وسطڙا، ابڙا، عيدن ميتلو سومر شيخ، نارو ميتلو، چڪ، جمعو ميتلو، ميتلا، چتو ميتلو، سائيڏنو ميتلو، پريو ميتلو ۽ واحد بخش ميتلو.

**سعيد خان جوڻيجو** (ديهہ): هي تعلقي ميرو خان، ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

علي محمد سومرو، غلام محمد مهيسر، ڪٽي ڳوٺ، صادق جوڻيجو، سالار ٻرڙو، مجاهد جوڻيجو، شير خان جوڻيجو، انور بوزدار، پنين جا گهر، خدا بخش جوڻيجو، سانگي ڳوٺ، محمد بچل جمالي ۽ الهوارايو جوڻيجو.

**سعيد خان چانڊيو** (ديھہ): تعلقي ميرپور ماٿيلي، ضلعي گھوٽڪيءَ جي ھڪ ديھہ. جنھن ۾ ھيٺيان ڳوٺ شامل آھن:

قالو سيال، سعيد خان چانڊيو، گل حسن چانڊيو، نورنگ چانڊيو واحدبخش ڪلوڙ، قاضي لعل بخش ڪلوڙ، محمد صديق ڪلوڙ ۽ قاضي ٿھيم.

**سعيد خان چغتہ**: اڪبري دربار جو اھم امير سعيد خان چغتہ، مرزا غازي بيگ، مرزا جاني بيگ جي وفات (1009ھہ) ڪانپوءِ ٺٽي جو حاڪم بڻيو. اڪبري دربار ھن کي طلب ڪيو، ليڪن گھرو مجبورين سبب ھو وقت سر ھندستان لاءِ روانو نہ ٿي سگھيو. ان ڪري اڪبري دربار سعيد خان چغتہ کي مقرر ڪيو. تہ مرزا کي بادشاھي دربار ۾ وٺي اچي. سعيد خان چغتہ بکر ۾ اچي منزل ڪئي. سيوھڻ جي حاڪم مير ابوالقاسم نمڪين کي بہ سعيد خان چغتہ جي مدد جو حڪم ٿيو. آخرڪار مرزا غازي بيگ ٺٽي جو حاڪم مقامي حالتن کي درست ڪري سيوھڻ ۽ پوءِ بکر پھتو. سعيد خان پنھنجي پٽ سعد الله کي مرزا غازي بيگ جو پاءُ سڏيو. آخرڪار سڀ گڏجي اڪبري دربار ۾ پھتا. اڪبر بادشاھ، مرزا غازي بيگ کي انعام اڪرام ڏئي، ڪيس ٺٽي جي حڪومت جو پروانو ڏنو.

**سعيد صالح جي پٽ** (ماڳ): ھي دڙو ستين کان 18 صدي عيسويءَ جو آھي، جيڪو ديھہ اڪري-5، تعلقي ۽ ضلعي نوابشاھ ۾ واقع آھي. سعيد صالح جو قبرستان ھن جي اوير ۾ ٻن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آھي. ھن دڙي جي ڏکڻ ۾ ليلان ڳوٺ، جام صاحب ڳوٺ 24 ڪلوميٽر ۽ سٺ ميل بس اسٽاپ ھتان 25 ڪلوميٽر اتر اولھ ۾ ۽ نواب شاھ شھر ھن دڙي جي ڏکڻ اوير ۾ 40 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آھي. ھي ماڳ 26°25'10" ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68°04'30" ڊگريون اوير ڊگھائي ڦاڪ تي واقع آھي. دڙو ڊيگھہ ۾ 600 ميٽر، ويڪر ۾ 350 ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 3 ميٽر آھي. ھي دڙو واريءَ جي پٽن ۾ آھي. چوڌاري جھنگلي ٻوٽا ڦٽل آھن. سڄي مٿاڇري مٿان ٺڪرانو ڦھليل آھي. گھڻو ڪري ٺڪرانو ڳاڙھي ۽ ڪجھي ڳاڙھي رنگ جو جيڪو چڪ تي لٿل، سٽريڪل ۽ ٺلھو آھي. ڪجھہ سنھو ٺڪرانو بہ مليو ٿو. ھن تي چاريدار ليڪون، انگڙ ونگڙ ليڪون، ھوڻن جي پنن جھڙيون ليڪون ۽ پٽا يا ڏاءَ (Bands) ڪاري رنگ جا نڪتل آھن. مختلف نيپل نقش ڪرچيل ليڪون ٺپڪا پڻ ڪن ٺڪرن تي آھن. گھڻو ڪري پيالن جا ڪنا ۽ ٺڪرا ۽ وچولي سائيز جي ڪنين جا ٺڪرا مليا آھن.

**سعيد علي وارثي**: نامور مصور سعيد علي ولد محمد عبدالقادر وارثي 1945ع ڌاري لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. ڪيس فن مصوريءَ جو شوق والد ۽ پاءُ کي ڏسي ٿيو. شاگرديءَ واري دور کان ئي ھن مصوريءَ جي دنيا ۾ قدم رکيو ۽ ڪيترائي تجربا ڪيائين. سعيد علي، اسڪول ۽ ڪاليج سطح جي مقابلن ۾ ھميشہ پھريون نمبر ايندو ھو. جنھن ڪري سندس ڪافي ھمت افزائي ٿي ۽ ھن آئل پينٽنگ جي حوالي سان تمام خوبصورت ۽ يادگار ڪم ڪري پاڻ مڃرايو. ھن جي تعليم بي. ڪام ۽ ايم.اي اقتصاديات ھئي، جنھن بنياد تي ڪيس اين.اي.ڊي يونيورسٽي ڪراچيءَ ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر فنانس طور چونڊيو ويو. جيتوڻيڪ سعيد وارثيءَ جو پيشو مختلف رھيو پر ڪيس فائن آرٽس (Fine Arts) سان دلچسپي عشق جي حد تائين ھئي. سعيد وارثي، لاڙڪاڻي شھر جي انھن چترڪارن مان ھو جن کي ويجھي ماضيءَ جي پھرين صف وارن مصورن ۾ ڳڻي سگھجي ٿو. ھن 1960ع واري ڏھاڪي ۾ لاڙڪاڻي جي ڪيترين ننڍين وڏين مصوريءَ جي نمائشن ۾ حصو ورتو ۽ ڪيس ڪافي مانائتي موٽ ملي. بعد ۾ ھو ڪراچيءَ وڃي مستقل رھيو. جتي ڏھاڪو سال ٿيندا تہ گذاري ويو.

**سعيد منگي**: ناميارو مصور، سعيد احمد ولد عنايت علي منگيءَ، 4 جولاءِ 1969ع تي خيرپور شھر جي ھڪ علمي ادبي گھراڻي ۾ جنم ورتو. ڪيس آرٽ جو فن ورثي ۾ مليو. سنڌ جا ناليوارا آرٽسٽ قيوم منگي ۽



قربان منگي سندس چاچا آھن، جڏھن تہ نثار منگي مامو ۽ فتاح منگي سؤٽ آھن. سندس تصويرن جي نمائش پھريون ڀيرو 1982ع ۾ خيرپور شھر ۾ ڪل سنڌ ٻالڪ ميلي دوران ٿي، ان وقت سندس عمر 13 سال ھئي ۽ اٺين ڪلاس جو شاگرد ھو. ھن شاھ عبداللطيف ڀٽائي، شاھ عنات رضوي، سچل سرمست، بيدل ۽ بيڪس جي بيتن جي ڪئليگرافيءَ سان گڏ سچل جي علامتي تصوير، محترمہ بينظير ڀٽو ۽ ٻين شخصيتن جون تصويرون تيار ڪيون آھن. 1990ع ۾ اسلام آباد ۾ تصويري نمائش ۾ سعيد منگيءَ کي سچل سرمست ۽ تصوف بابت ٺاھيل تصوير تي انعام مليو.

ھن جي تصويرن جون نمائشون اسلام آباد، لاھور، ڪراچي، حيدرآباد، ڄامشوري، خيرپور، لاڙڪاڻي، نوابشاھ، سکر، ڪوئيٽا ۽ ٻين شھرن ۾ ٿي چڪيون آھن، جن ۾ ڪيس مڃتا طور سگا اوارڊ، صوفي اوارڊ ۽ ٻيا انيڪ اوارڊ ۽ انعام ملي چڪا آھن.

ھن سنڌ يونيورسٽيءَ جي فائن آرٽس شعبي مان 1990ع ۾ بيچلر ۽ 94-1993ع ۾ ماسٽرس ڪئي آھي، جنھن ڪانپوءِ سنڌ جي مشھور ثقافتي اداري انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۾ آرٽسٽ طور پنھنجي نوڪريءَ جي شروعات ڪيائين، پر ترت ئي لاھور جي نيشنل ڪاليج آف آرٽس ۾ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ويو. جتان ھن ملٽي ميڊيا آرٽس ۾ ’ڪاروڪاريءَ‘ جي موضوع تي ماسٽرس جي ڊگري فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن ۾ حاصل ڪئي. لاھور کان واپس اچڻ بعد سعيد منگي ٻيھر سنڌالاجيءَ ۾ ايگزيبيشن آفيسر طور خدمتون سرانجام ڏنيون. جتان ترقي ڏئي ڪيس ميوزيم جو انچارج مقرر ڪيو ويو. ھن وقت سنڌ يونيورسٽيءَ جي انسٽيٽيوٽ آف آرٽس اينڊ ڊزائين

۾ سينئر استاد آهي. هي ملٽي ميڊيا ۽ ڪمپيوٽر گرافڪس ۾ مهارت رکي ٿو. هن ڪيترن ڪتابن جا ٽائيٽل، سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪانووڪيشنن، ڪيٽلاگ، بروشر، سنڌالاجيءَ جي ڪتابن جي سرورقن سميت ڪيترن پروگرامن جا ڪارڊ ۽ ٽائيٽل ڊزائين ڪيا آهن. ٿري ڊي اينيميشن ۾ Save the Earth ڪارٽون فلم ٺاهي.

سعيد منگيءَ جو فن پوري ملڪ توڙي ملڪ کان ٻاهر مڃتا ماڻي چڪو آهي.

**سعيد ميمڻ**: سنڌ جي مشهور شاعر. سعيد ميمڻ ولد استاد مولوي بشير احمد ميمڻ، 8 نومبر 1968ع تي تعلقي لاڙڪاڻي جي ڳوٺ عاقل ۾ جنم ورتو. هن سنڌي ادب ۾ خانگي طرح شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپورميرس مان 1990ع ۾ ايم. اي ڪئي، جڏهن ته پي. ٽي. اي ۽ بي. ايڊ جا ڪورس پڻ ڪيا اٿس. سعيد ميمڻ 1988ع کان پرائمري استاد طور تدريسي خدمتون ڏيئي رهيو آهي.



سعيد ميمڻ جو شمار سنڌ جي ناليوارن شاعرن ۾ ٿئي ٿو. کيس شاعريءَ سان لڳاءُ ننڍپڻ کان ئي هو. مذهب جي موروثي اثر جي ڪري شاعريءَ جي شروعات مولودن لکڻ سان ڪيائين. 1988ع ۾ سندس پهرين وائي عبرت مئگزين ۾ ڇپي، شاعريءَ ۾ سندس رهنمائي هاءِ اسڪول ٽيچر استاد محمد هارون بلوچ ۽ ناليواري شاعر آتش سنڌيءَ ڪئي.

سعيد ميمڻ شاعريءَ جي لڳ ڀڳ سڀني صنفن تي لکيو آهي ۽ نثر ۾ به ڪهاڻيون، مضمون، خاڪا، ۽ مهاڳ لکيا اٿس. نئين ٿهيءَ ۾ سعيد ميمڻ جو غزل نهايت پختو آهي.

سعيد ميمڻ جا ڇهه شعري مجموعا ڇپيل آهن، جن ۾: (1) نيڻ سفر ۾، (2) ڪاري بر ۾ چنڊ، (3) خواب- چارا، (4) درد جون آيتون، (5) اسانجو عشق اٿپورو ۽ (6) دل دنبورو شامل آهن. مظهر چانڊئي جي مرتب ڪيل ڪتاب 'ڏيئا ڏيئا لاٽ اسان' ۾ پڻ سعيد جي شاعري شامل آهي، جنهن جو مهاڳ قومي شاعر شيخ اياز لکيو آهي.

سعيد ميمڻ زندگيءَ جو گهڻو عرصو لاڙڪاڻي ۾ رڪشا هلائي پنهنجو پيٽ گذر ڪندو رهيو.

سعيد ميمڻ ڪيتري عرصي کان دماغي مرض ۾ مبتلا آهي، جنهنڪري کيس ڪيترا ڀيرا لاڙڪاڻي ۽ ڪراچيءَ جي مختلف اسپتالن ۾ داخل ڪرايو ويو آهي. هو ڏکين حالتن ۾ به بيماريءَ سان جهيڙيندو اچي. سندس شاعري ڪيترن فنڪارن ۽ فنڪارائن ڳائي آهي.

سعيد ميمڻ جو 1990ع کان وٺي سنڌي ادبي سنگت لاڙڪاڻي شاخ سان تعلق رهيو آهي، جنهن جو هو ڪائونسلر، جوائنٽ سيڪريٽري ۽ ميمبر ڪاروباري ڪاميٽي به رهيو آهي.

کيس ڪينجهر رسالي ڪينجهر شاعر اوارڊ، سنڌي ادبي سنگت ڄام شوري، علڻ فقير اوارڊ ۽ سنڌي ادبي سنگت محرابپور، استاد محبوب جوکيو اوارڊ ڏنا آهن. ان ڪانسواءِ کيس استاد بخاري اوارڊ به ملي چڪو آهي.

**سعيدي، مفتي محمد عارف**: مفتي محمد عارف سعيدي ولد مولانا محمد رفيق آگسٽ 1964ع ۾ سکر ۾ پيدا ٿيو عربي تعليم مدرسه انوار مصطفیٰ سکر ۾ علامه مفتي محمد ابراهيم سيالوي، علامه جميل احمد اوڪاڙوي، علامه محمد بخش نظامي تونسوي ۽ مفتي محمد ابراهيم قادريءَ کان ورتائين. جڏهن ته قرآن مجيد جي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪيائين. حديث جو علم جامع انوار العلوم ملتان ۾ علامه احمد سعيد ڪاظمي ۽ مولانا مشتاق احمد مهرويءَ کان حاصل ڪيائين. تعليم مان فارغ ٿيڻ کانپوءِ جامع انوار مصطفیٰ سکر ۾ پڙهائڻ سان گڏ انتظامي معاملن ڪي پڻ سنڀاليندو رهيو. هن گڏيل عرب امارات، دوها ۽ آفريڪا جي مختلف ملڪن جا تبليغي دورا ڪيا.

سندس تصنيفن ۾ الاربعين النبويہ في اثبات الصلواة الصنفيہ وغيره شامل آهن. پاڻ مرڪزي چنڊ ڏسڻي ڪاميٽيءَ جو صدر رهيو آهي.

**سفارتڪار**: رياست طرفان مقرر ڪيل اهڙو نمائندو، جيڪو ٻين ملڪن يا بين الاقوامي تنظيمن سان سفارتي لاڳاپا قائم ڪري، ان کي سفارتڪار چئبو آهي. سفارتڪار ڪنهن سفارت جو سربراه يا سفارتي عملي جو اهم رڪن هوندو آهي، جيڪو ٻين ملڪن ۾ پنهنجي ملڪ جي مفادن ۽ شهرين جي پرگهور لهڻ ۽ ٻنهي ملڪن وچ ۾ رابطا وڌائي مليل معلومات جي ڏي وٺ ڪندو آهي.

سفارتڪار ڪنهن به ملڪ جي راڄڌانيءَ ۾ مقرر ٿيل مختلف ملڪن جي سفيرن ۾ رابطن لاءِ مقرر ڪيو ويندو آهي. جڏهن ته ڪنهن به رياست ۾ مقرر ٿيل سفارتڪار کي ميزبان ملڪ طرفان سفارتي روايتن تحت تحفظ، مرتبو ۽ رعايت ڏني ويندي آهي ۽ اهڙي قسم جي اوليت سفارتڪارن کي بين الاقوامي اصولن تحت ڏني ويندي آهي.

دنيا ۾ سفارتڪاريءَ جو سرشتو پرڏيهي دفترن، پرڏيهي وزيرن ۽ سفيرن جي مقرريءَ کان اڳ جو قائم آهي ۽ اهو رياستي پاليسين جي تڪميل لاءِ وڏي عرصي کان اهم ڪردار ادا ڪري رهيو آهي. جڏهن ته دنيا ۾ هڪٻئي جي مفادن خاطر هر ملڪ طئي ٿيل قاعدن موجب سفارتخانا قائم ڪندا آهن، جتي پيشه ور اهلڪار ڀرتي ڪندا آهن ۽ ٻيا زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ مرتبو رکڻ لاءِ رياستي سربراه طرفان سڌو سنئون مقرر ٿيندا آهن ۽ سندن اڪثريت سربراه واري هوندي آهي.

سفارتڪار پنهنجي ذميوارين کي سرانجام ڏيڻ لاءِ سفارتي ضابطي جو اڳواڻ ٿي تعين ڪندو آهي ۽ حڪومتي سطح تي

سفارتڪارن طرفان آدابن وسيلي سرانجام ڏنو ويندو آهي، جڏهن ته رياست ۽ سفارتڪاريءَ جي معاملي کي هلائڻ لاءِ رائج آدابن جي ضرورت هوندي آهي ته جيئن ڪنهن رياست جي سفارتڪار يا سربراهه جي مرتبي جي عزت افزائي ڪئي وڃي. موجوده دور ۾ دنيا ۾ هڪجهڙي سان مهذب انداز ۾ ورتاءُ ڪرڻ ۽ معاملا طئي ڪرڻ واري عمل کي آسان بنايو ويو آهي.

سفارتڪاريءَ جي اصول هيٺ مختلف ملڪن جي وچ ۾ معاملن ۽ مفادن تي اختلاف نه پيدا ڪرڻ لاءِ بحث ۽ ڳالهين وارو عمل جنهن ۾ اتفاق پيدا ڪرڻ ۽ اڳيرائي ممڪن هوندي آهي ۽ اهڙي عمل وسيلي تڪرار ختم ڪرڻ، ڪنهن معاهدي تي پهچڻ، مختلف ڌرين جي مفادن جو تحفظ ڪرڻ ۽ معيشيت سميت مختلف رخن ۾ فائدا حاصل ڪرڻ شامل آهي. انهيءَ عمل ۾ سفارتڪارن ڪانسواءِ دانشورن، واپارين ۽ ماهرن کي پڻ اهميت ڏني ويندي آهي.

سفارتڪاري ذريعي ڳالهين واري عمل ۾ ٻه رياستون قومي مفاد ماٺڻ، ماحوليات، ثقافت ۽ انساني حقن سان لاڳاپيل مسئلا حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن، جڏهن ته انهن ڳالهين کي ٻن يا ان کان وڌيڪ رياستن جي وچ ۾ مختلف طريقن سان به سرانجام ڏنو ويندو آهي.ڪنهن به سفارتڪار کي سندس ملڪ طرفان جڏهن ٻه يا ٻن کان وڌيڪ ذميواريون ڏنيون وينديون آهن يا ڪيس هڪ کان وڌيڪ ملڪن ۾ سفارتي معاملا سنڀالڻ جا اختيار ڏنا ويندا آهن ته اهڙي صورتحال کي Dual Accreditation يعني سفارتي ذميواري سڏيو ويندو آهي ۽ اهڙي قسم جون ذميواريون ڪنهن به سفارتڪار کي غير معمولي ذهانت سبب هڪ ٻئي جي ويجهو يا ننڍين ايراضين واري ملڪ هئڻ، سفارتي سرگرمين غير اهم ملڪن يا غير ضروري انتظامي خرچ گهٽائڻ وارن سببن جي ڪري سونپيون وينديون آهن.

تاريخي حوالن مان ڄاڻ پوي ٿي ته سفارتڪاريءَ جون فن يونان ۽ رومي سلطنت کان شروع ٿيو. اٽليءَ جي رياست 'ميلان' جي نواب اٽليءَ جي ٻيءَ رياست گينوئا ۾ 1455ع ڌاري پهريون سفارتخانو قائم ڪري اتي سفارتڪار مقرر ڪيا. جنهن بعد اٽليءَ جي رياستن يورپ ۾ پڻ پنهنجا سفارتخانا قائم ڪيا، جڏهن ته ارڙهين صديءَ عيسويءَ ۾ يورپ جي شاهي درٻارن ۾ مستقل بنيادن تي سفارتڪارن جي مقرري عمل ۾ آئي. تنهن ڪانپوءِ آمريڪي ۽ فرانسيسي انقلابن سفارتڪاريءَ جي عمل ۾ عوامي حصيداريءَ کي ممڪن بنايو. جنهن کي 'ڪانگريس آف ويانا' ۾ ترتيب ۽ مجتا حاصل ٿي. ان دؤر ۾ سفارتڪاري يورپ تائين محدود، عالمي طاقتن جي محتاج، شعبي بنديءَ کان محروم ۽ ڳجهي هئڻ سبب بين الاقوامي سطح تي پذيرائي حاصل نه ڪري سگهي.

اوڻويهين صدي عيسويءَ ۾ بين الاقوامي يائيچاري جي قيام لاءِ وڌندڙ لاڙي، عوامي راءِ جي احترام، فني ميدانن ۾ ترقي ۽ رابطاتي سرشتي جي ڦهلاءَ سبب سفارتڪاريءَ جي حوالي سان دنيا ۾ تمام گهڻيون تبديليون آيون، جنهن سبب ان دؤر ۾ سفارتڪاريءَ کي 'جديد سفارتڪاري' سڏيو ويو ۽ سفارتڪاريءَ جون جديد پاليسيون جڙڻ لڳيون، جن ۾ دنيا جي ڪيترن ئي قومن حصو ورتو.

سفير: سفير لفظ جي لغوي معنيٰ ايلچي يا سنديشي آهي، جڏهن ته انگريزي ٻوليءَ ۾ سفير کي Ambassador چيو وڃي ٿو. رياست طرفان ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ پنهنجي مفادن جي نگرانيءَ خاطر سرڪاري طور قائم سفارتخاني ۾ مقرر ڪيل اهڙو نمائندو، جيڪو مختلف ذريعن وسيلي پنهنجي حڪومت طرفان مليل هدايتن تي عمل ڪري ۽ مقرر ملڪ جي صورتحال کان آگاهي ڏئي، تنهن کي 'سفير' سڏيو ويندو آهي.

هندستان جي مشهور مفڪر 'ڪوٽيليہ' جو ڪتاب 'ارٿ شاستر' سفارتڪاريءَ جي فني پهلوءَ جي حوالي سان هڪ اهم دستاويز ليکيو وڃي ٿو. جڏهن سفارتڪاريءَ جو فن يورپ ۾ عمل هيٺ آيو ته اتي ان کي گهڻي پذيرائي ملي، پر اهڙيون سرگرميون قديم چين ۽ هندستان ۾ آڳاٽي وقت کان موجود هيون.

موجوده دؤر ۾ ٻن رياستن طرفان سفير مقرر ڪرڻ جو پهريون مثال چوڏهين صدي عيسويءَ ۾ اٽليءَ جي رياست ميلان ۽ وينس ۾ ملي ٿو. جتي سفيرن کي گهربل تحفظ ۽ سهولتون مهيا ڪيون ويون. بعد ۾ 'ڪانگريس آف ويانا' 1915ع ڌاري سفيرن جا اصول ۽ آداب دستاويزي صورت ۾ محفوظ ڪيا، جيڪي هاڻوڪي وقت ۾ به عملي طور لاڳو ڪيا وڃن ٿا. جنهنڪري 'ڪانگريس آف ويانا' سفيري سرشتي جي پيڙهه جو پٿر سمجهي وڃي ٿي، ان بعد ويانا ڪنوينشن ۾ موجوده سفارتي سرشتي جي 1961ع ۾ تجديد ڪئي وئي.

**سفاري پارڪ:** ڪراچيءَ ۾ گلشن اقبال واري علائقي ۾ سفاري پارڪ قائم آهي. هن جڳهه تي 1980ع کان اڳي سنڌين ۽ بلوچن جا ٽي



ڳوٺ آباد هئا، جن کي ملير ضلعي ۾ شامل 'ديهه ڳجهڙو' چيو ويندو هو. 1985ع ۾ هتي سفاري پارڪ ٺاهيو ويو.

هن پارڪ جي خصوصيت اها آهي تہ هڪڙي ڊگهي ايراضيءَ کي مصنوعي جهنگ جي صورت ڏني، ان ۾ هرڻ، هاٿي، ڪينگرو، زيبرا، لاما، ڦاڙها ۽ ٻيا جانور آزاد ڇڏيا ويا آهن، جيڪي جهنگلي ماحول وانگر رهندا آهن.

هن پارڪ جي وچ ۾ هڪڙي هترادو ڍنڍ ٺاهي وئي آهي، جنهن ۾ ٻدڪون، هنج، ٻگهہ، ڪنگ فشز ۽ ٻيا پکي پيا گهمندا ۽ ترندا آهن، جڏهن تہ ڍنڍ ۾ وڏيون توڙي ننڍيون مڇيون، ڪميون ۽ بلائون بہ موجود آهن. هي ڪراچيءَ جي اهم تفريحي هنڌن مان هڪ آهي.

سفاري پارڪ ۾ انتظاميہ پاران بسون هلن ٿيون، جيڪي گهمندڙن کي سڄي پارڪ جو چڪر لڳرائين ٿيون. هتي ٻارن لاءِ پينگها، چيئر لفٽون ۽ تفريح جو سٺو بندوبست آهي.

**سفر زندگي جو** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي ناليواري عوامي شاعر عبدالڪريم گدائيءَ جي زندگيءَ جي مختلف مرحلن جي مختصر احوال تي مشتمل آهي. هي ڪتاب سنڌ جي ناميارِي اديب ۽ محقق ڊاڪٽر غلام نبي صابر سڌايي جو تصنيف ٿيل آهي. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر سليمان شيخ، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي، ڊاڪٽر الله داد ٻوهئي، ميمڻ عبدالغفور سنڌي، محمد علي سانگي، ڊاڪٽر غلام سرور سولنگي، خان محمد پنهور ۽ فتاح عابد جا ڪتاب بابت رايا شامل آهن.




هن ڪتاب ۾ گدائيءَ جي ادبي، سماجي، صحافتي ۽ سياسي زندگيءَ جو احوال آهي. هي ڪتاب عبدالڪريم گدائيءَ جي شخصيت جي ڪيترن ئي رخن کي اجاگر ڪري ٿو.

100 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن (سگا) جيڪب آباد، 1980ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**سفرنامو** (ادبي صنف): سفرنامي جي لغوي معنيٰ سفر جو روزنامچو، سياحت نامو ۽ سفر جو احوال آهي. انگريزي زبان ۾ هن صنف کي 'Travelogue' ڪوٺيو ويندو آهي.

سفرنامو نثري صنفن مان هڪ اهم صنف آهي، جنهن جو سڌيءَ ريت تعلق سير، سفر ۽ سياحت سان آهي. هن صنف ۾ مختلف ملڪن ۽ اتان جي ثقافت، مذهب، ماڻهن، سماجي ڍانچي، ٻولي، ادب، رهڻي ڪهڻي، مشهور عمارتن، جاين، رسمي ۽ غير رسمي روايتن، شهرن، ڳوٺن ۽ روزمرهہ جي ڪاروهنوار جي ڄاڻ ۽ مشاهدي ماڻڻ کانپوءِ لکيل احوال کي سفرنامو چئبو آهي.

عام طرح سفرنامي مان مراد ڪنهن سفر دوران رونما ٿيندڙ واقعن، حالتن، ڪيفيتن ۽ منفرد ۽ مثالي جاين، ادارن ۽ معاشرن جو ذڪر ڪرڻ آهي. سير، سفر انسان لاءِ خوشي، ونڊر ۽ ڄاڻ جو ذريعو سمجهيو ويندو آهي. قديم زماني ۾ بحري ۽ بري سفر اختيار ڪرڻ وسيلي تجارتي ۽ سياسي طور فائدا ورتا ويندا هئا، جهڙوڪ: آمريڪا ۽ ٻين ملڪن جي دريافت ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. ادب ۾ سفرنامن کي ان ڪري بہ اهميت حاصل آهي، ڇاڪاڻ تہ سفرنامن وسيلي پڙهندڙن جي ڪثير تعداد کي ٻين ملڪن بابت جامع معلومات ملي ٿي. ڪنهن بہ ملڪ تي لکيل سفرنامو ان ملڪ جي تاريخي دستاويز جي حيثيت رکندڙ هوندو آهي. سفرنامي کي ڪنهن بہ ملڪ جو تعارف ڏيندڙ ۽ رهنمائي ڪندڙ ڪتاب چئي سگهجي ٿو.

دنيا جي ادب تي نظر وجهڻ سان پتو پوي ٿو تہ ابتدائي سفرنامو ٻي صديءَ ڌاري يونان ۾ لکيو ويو. اوائلي سفرناما لکندڙن ۾ 'جابربن حيان'، (1214-1145)، 'ابن بطوطہ' (1377-1304)، 'ڪرسٽوفر ڪولمبس'، 'مارڪوپولو' ۽ 'واسڪو ڊي گاما' ۽ 1336ع ۾ 'پيٽرارچ' جو 'وينٽوز پربٽ' (Mount Ventox) جي سفر تي لکيل سفرنامو، 'ڊيوڪ برگنڊي' جي شاعر 'ميشؤلٽ ٽئليوينٽ' (Michault Taillevent) جو 1130ع ڌاري 'جورا پربٽ' (Jura Mountain) بابت سفرنامو، 1407ع ڌاري 'لپري ٻيٽ' ۾ 'وولڪانو' جي سير ۽ سفر متعلق 'اينٽائن ڊي لا سالي' (Antoine de le sale) جو سفرنامو ۽ ڪي ٻيا سفرناما شامل آهن.

1589ع ۾ 'وويئجر' (Voyages) نالي سفرنامو لکڻ سان 'رچرڊ هئڪلوئٽ' باقاعدي سفرنامي جو بنياد وڌو. جڏهن تہ 1850ع کان 1894ع دوران 'رابرٽ لوئس اسٽيونسن' کي سفرنامي جو باني چيو ويندو آهي.

چين ۾ سفرنامي جي شروعات قديم دور کان ٿيل ٿي ڏسجي، 690ع کان 1279ع جي وچ ۾ 'سانگ' سلطنت جي قيام دوران سفرنامي جي صنف گهڻي قدر مقبول ٿي، جنهن کي 'يوجي وينڪزيو' (Youji wenxue)، يعني 'ٽريول ريڪارڊ لٽريچر' جي نالي سان سڏيو ويندو هو. ان وقت اهي سفرناما، مضمون، ڊائري، منظوم ۽ سليس نثر جي صورت ۾ لکيا ويندا هئا. چين جي مشهور سفرناما نگارن ۾ فين چينگدا (1193-1126) ۽ زو زياڪ (Xu Xiake) (1641-1587) هئا، جن مختلف هنڌن جي ايراضي ۽ مقامي جاگرافي خصوصيتون، تفصيل ۽ خدوخال (Topographical) معلومات کي پنهنجن سفرنامن ۾ شامل ڪري وڌيڪ دلچسپ بڻايو.

ارڙهين صديءَ جي شروعات ۾ ادب جي هيءَ صنف عام مقبول ٿي ۽ برطانيا جي ليکڪن هن صنف تي طبع آزمائي ڪئي. ان ڏس ۾ 'ڪئپٽن جميز ڪوڪ' جون لکيل ڊائريون بهترين سفرنامي طور ڳڻي سگهجن ٿيون. موجوده وقت ۾ هن صنف کي دنيا جي تقريباً هر ٻوليءَ ۽ ادب ۾ سرجيو وڃي ٿو.

سنڌي ادب ۾ سفرنامي جي ابتدا بابت مهر خادم (مهراڻ رسالي

1996ع جي ٽئين شماري ۾) ڇاپيو آهي ته، سفرنامي جي صنف جا آثار سڀ کان اڳ ميون شاهه عنات رضوي، شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ خليفي نبي بخش لغاريءَ جي شاعريءَ ۾ ملن ٿا. شاهه لطيف جي سر سامونڊي ۽ سريراڳ جي ڪجهه بيتن مان منظوم سامونڊي سفرنامن جا اهڃاڻ ملن ٿا.

ان کانسواءِ مخدوم عبدالرؤف ڀٽيءَ جو 'زيارت نامو' ۽ مرزا قليچ جو 'ڏاڙهياري جبل جو سير' (1900ع) ابتدائي سفرناما آهن.

اڪبر لغاريءَ پنهنجي ڪتاب 'سنڌي ادب جو مختصر جائزو' ۾ سفرنامن جي ابتدا بابت لکيو آهي ته، "سفرنامن لکڻ جي ابتدا مرزا قليچ بيگ، لال چند امرڏنيمل ۽ پيرومل مهرچند آڏواڻيءَ ڪئي. اهڙيءَ ريت ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي پنهنجي تحقيقي ڪتاب 'سنڌي ادب جي تاريخ' جي ٽئين جلد ۾ سنڌي سفرنامي جي ابتدا 1936ع کان ڄاڻائي آهي. سندس بيان موجب: سنڌيءَ ۾ ابتدا ۾ ڪي ڌرمي نوعيت جا سفرناما لکيا ويا آهن، جن ۾ اڪثر تيرٿ ياترائن جا احوال درج آهن، انهن ۾ سوامي ٻوڏراج چدا ڪاشيءَ جو گيان ياترا، ڪشمير جو سير (1936ع) به هڪ آهي.

مهر خادم اوائلي سفرنامن جي فهرست هن ريت ڄاڻائي آهي، خواجه حسن جان سرهنديءَ جو لکيل 'عراق ۽ شام جو سفرنامو'، (1914ع)، لالچند امرڏنيمل جا 'مسافريءَ جو مزو' ۽ 'سير جو رنگ' (1915ع)، 'سنڌ جو سيلاني' پيرومل مهرچند (1923ع)، 'لطيفي سير' پيرومل مهرچند (1926ع)، سيد ثابت علي شاهه جو 'ايران ۽ عراق' (مرثيي ۾ منظوم سفرنامو: 1939ع) شامل آهن. سفرناما 1932ع ۾ شروع ٿيل آڳاٽي ادبي رسالي 'سنڌو' ۾ به مختلف وقت تي ڇاپيا ويندا هئا، جن ۾ منوهر داس ڪوڙيمل جو 'سمليءَ جو سير' (جنوري 1932ع)، 'موهين جي دڙي جو سير' هوتچند روچيرام (فبروري 1932ع)، مولانا عبدالڪريم چشتيءَ جو سفرنامو 'حج جي ياترا' (ڊسمبر 1932ع)، بولچند وسومل راڄپال جو سفرنامو 'سيرجا ٽي ڏينهن' (اپريل 1937ع) ۽ شيام لعل جو سفرنامو (فبروري 1938ع) اچي وڃن ٿا.

ڊاڪٽر عبدالجبار جي راءِ موجب سنڌي ادب ۾ جديد سفرنامن جي باقاعدي شروعات 1950ع کان ٿي. اخبارن ۽ ادبي رسالن ۾ سفرنامن جي اشاعت کانپوءِ هن صنف کي ڪافي فروغ مليو ابتدائي اهم سفرنامن ۾ قاضي عبدالمجيد عابد جو سفرنامو 'سفر يورپ جي ڊائري' (1960ع) آهي. هي سفرنامو ڪتابي صورت ۾ اچڻ کان سال اڳ روزاني عبرت ۾ خطن جي صورت ۾ ڇپجندو هو 1961ع ۾ زرعي ماهر ڪريم ڏني راڄپر جو 'آمريڪا جو سفرنامو' پڻ ڇپجي پڌرو ٿيو چين جي سفر بابت عبدالجبار جوڻيجي جو سفرنامو 'مائو جي ملڪ ۾' (1973ع) ۽ لنڊن، آڪسفورڊ ۽ ونڊسر جي سفر تي مبني سفرنامو 'ونڊسر محل جو مسافر' (1989ع) ڇپيا. سنڌ جي نامور صحافي شيخ عزيز جو سفرنامو 'مون لينن جو ڏيهه ڏٺو' 1975ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. مشهور سياح ابن بطوطه جي سنڌ ۽ هند جي سفرنامي 'عجائب الاسفار في غرائب الاديار' جو سنڌي ترجمو 'ابن بطوطه جو سفر' محمد ابراهيم عباسيءَ 1976ع ۾ ڇپرايو ڊاڪٽر سليمان شيخ جو سفرنامو 'سون ورني ڌرتي' لبيا جي سفر تي آڌاريل هو جيڪو 1976ع ۾ ڇپيو.

سنڌي ٻوليءَ ۾ سڀ کان وڌيڪ سفرناما الطاف شيخ لکيا آهن، جيڪي ڪتابي صورت ۾ 1971ع کان ڇپجڻ شروع ٿيا، جن جو تعداد 50 کان مٿي آهي. عبدالحئي پليجي به ويهارو کن سفرناما لکيا آهن. ان کان سواءِ تنوير عباسي (ڏوري ڏوري ڏيهه)، مدد علي سنڌي (شهر صحرا پانيان)، اسحاق انصاري (پرين هُن پار)، غلام نبي آگري (هنگلاج ۾ چانهه)، شيخ عزيز 'مون لينن جو ڏيهه ڏٺو'، ڊاڪٽر احمد علي رند 'لينن جي ڏيهه ۾'، اياز لطيف پليجي، محمد خان سيال، آفتاب ميمڻ ۽ ٻين جا سفرناما شايع ٿي چڪا آهن. سنڌي عورت ليکڪائن ۾ پهريون سفرنامو ڊاڪٽر فهميده حسين جو 'هوائن جي آڌار تي' ڇپيو ان کانسواءِ ماهتاب محبوب جا ٻه سفرناما 'سرهي سرهي سار' ۽ 'ورهاڱي جو ورجاءُ' ڇپجي مقبوليت حاصل ڪري چڪا آهن.

هندستان ۾ لکمي کلاڻيءَ جو سفرنامو 'من محل جا ڪنڊر'، ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جو روس جو سفرنامو 'جيئن ڏٺو هو مون'، هري موٽواڻيءَ جا سنڌ جا سفرناما 'ماٽيءَ منجهه مهي' ۽ 'جڙيل جن سان جند'، ريتا شهاڻيءَ جا سفرناما 'جت منهنجا اوٺيڙا' ۽ 'سفر در سفر' وغيره ڇپيل آهن.

**سفري شڪرو** (پکي): چٻري جي نسل جي هن پکيءَ کي انگريزيءَ ۾ Brow Hawk owl ۽ اردوءَ ۾ پورا باز اُلو ڪوٺيندا آهن. هن پکيءَ جو سائنسي نالو Ninox Scutulata آهي ۽ هن جو تعلق چٻرن جي Strigidae خاندان سان آهي. هيءَ پکي چٻرن جي هڪ وڏي مخصوص گروهه مان آهي، جنهن ۾ چٻرن جون وڏ ۾ وڌ جنسون ملن ٿيون، جڏهن ته ٻيو گروهه Barn Owls (Tytonidae) جو آهي. سفري شڪرو، گهڻو ڪري ڏکڻ ايشيا، وچ اوڀر کان ڏکڻ چين تائين جي گرم علائقن جي جهنگلن ۽ گهڻ ڪاٺ واري وڻائتي ملڪن ۾ رهندو آهي. هيءَ پکي پنهنجا آکيرا وڻن ۾ موجود سوراخن ۾ ٺاهيندا آهن، جتي مادي هڪ وقت ۾ ٽي کان پنج بيضا لاهيندي آهي.



**سفري ڪنگر** (پکي): هي هڪ مڇي خور پکي آهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ Common Eurasian Kingfisher يا Small Blue Kingfisher، اردوءَ ۾ شاهه ماهي خور ۽ سائنسي زبان ۾ Alcedo atthis چيو ويندو آهي. هن پکيءَ جي جسامت 18 سينٽي ميٽر، پرن جي پکيڙ 7.1 کان 7.7 سينٽي ميٽر، پڇ جي ڊيگهه 2.9 کان 3.7، چهنب جي ڊيگهه 3.9 کان 4.8 سينٽي ميٽر ڏٺي وئي ۽ نر جو وزن 30 کان 31 گرام جڏهن ته ماديءَ جو تقريباً 25 گرام ٿيندو آهي. هن ننڍڙي پکيءَ جو پيٽ منهن جي مقابلي ۾ ننڍو، گول مٽول ۽ ٿلهڙو هوندو آهي. هن پکيءَ جي ڇاتي، ڪن پوش (Ear Coverts) ۽ پڇ پوش (Tail Coverts) سرخي مائل گيرو رنگ جا، ڳچي اڇي ۽ هيٺينءَ ڳل تي اڇو چٽو ٿيندو آهي، مجموعي طور هي رخ



ڦيرائڻ تي رنگ بدلائيندڙ، گهري نيري رنگ جو سهڻو پکي آهي، جنهن جي افقي سطح تي پيلي رنگ جون ليڪون هن جي خوبصورتيءَ ۾ وڌيڪ اضافو ڪن ٿيون. پکيءَ جي پٺ ۽ دنب سائيڙي نيري (آسماني) رنگ سان گڏ بازو پوش (Wing Coverts) تي ٽبڪيدار صورت نمايان ٿئي ٿي. هن پکيءَ جي چهنب سڌي، نوڪدار ۽ خنجر وانگر تيز هوندي آهي، مٿينءَ چاڙيءَ کان چهنب جو رنگ ڪارو يا هيٺيان کان گلابي يا ڳاڙهسرو هوندو آهي. ان ڪانسواءِ هن پکيءَ جون ڄنگهون ۽ پير ننڍا ۽ ڪمزور هوندا آهن. جڏهن ته اکين جو رنگ ناسي ٿيندو آهي. ظاهري ڏيک ۾ نر ۽ مادي هڪجهڙا لڳن ٿا. هي پکي گهڻو ڪري آبي ماحول جي آسپاس رهڻ پسند ڪندو آهي.

سنڌ ۾ هي پکي ڍنڍن، آبپاشي ڪئنالن ۽ پاڻي جي ننڍين ڍٻين وٽ عام جام نظر ايندا آهن. اونهاري جي مُند ۾ وچ بلوچستان جي جابلو علائقن ۾ وڃي آباد ٿيندو آهي ۽ سياري جي مند ۾ سنڌو درياهه ۽ ڪاري پاڻي اندر تمر جي ٻيلن ۾ هڪ کان ٻئي ڇيڙي تائين ۽ مڪران سان لڳندڙ سامونڊي پٽي کان سونمياڻيءَ تائين مجموعي طور هيٺينءَ سنڌ ۾ گهڻي تعداد ۾ ملن ٿا.

هي پکي سياري ۾ آبي علائقن تائين محدود ٿي، لامن ۽ مٿاهين ٿارين تي ويهي يا وري پاڻي مٿان هوا ۾ هڪ ئي هنڌ ڦيرون پيا پائيندا ۽ سڄو ڏينهن ننڍين مڇين، ڀنيورين ۽ ٽنڊڻين جو شڪار ڪري پيا کائيندا آهن. عموماً هي پکي پاڻيءَ جي مٿاڇري تي ترندڙ مڇين جو شڪار ڪندا آهن. هي پکي ٻيڙين مان لامارا ڏئي مڇيون پڻ ڪٺي ويندا آهن.

هن پکيءَ جي نسلي واڌ ويجهه مارچ کان وٺي جون تائين پاڪستان جي موزون علائقن جهڙوڪ: ڪشمير وغيره ۾ ٿيندي آهي، جنهن لاءِ نر ۽ مادي ٻئي گڏجي سرنگهه نما کڏ کوٽيندا آهن. جيڪا مجموعي طور 5 سينٽي ميٽر ويڪري ۽ 0.9 ميٽر اونهي هوندي آهي. مادي پکي هڪ وقت ۾ 5 کان 7 بيضا لاهيندي آهي. سنڌس آريءَ جو عرصو 20 ڏينهن تي مشتمل هوندو آهي، جنهن جي سنڀال ذميواري نر ۽ مادي ٻنهي تي هوندي آهي. بيضا لسا اڇا ٿيندا آهن. بيضن ڦٽڻ بعد لڳ ڀڳ چئن هفتن ۾ ٻچن جي مڪمل نشونما ٿي ويندي آهي.

هي پکي اڏام وقت مسلسل ٻولیندو رهي ٿو هن پکيءَ جو آواز تيز ۽ ڪوئي جي چيندڙ چيچٽ جي آواز جهڙو آهي.

**سفيان ثوري:** ٻي صدي هجريءَ جي هن مشهور عالم، محدث ۽ صوفي بزرگ جو پورو نالو ابو عبدالله سفيان بن سعيد بن مسروق الثوري الڪرفي هو. گهڻن عالمن جي اتفاق موجب پاڻ 97هه/715ع تي ڄائو. سفيان ثوريءَ جو والد پڻ هڪ وڏو جيد عالم هو. جنهن هن کي حديث جي اعلىٰ تعليم ڏني. سفيان ثوري انهن عالمن ۾ ڳڻيو وڃي ٿو، جن وقت جي عاملن ۽ حاڪمن جي مخالفت ڪئي ۽ سرڪاري عهدن کان نابري واري ان ڪري حڪومت جي عتاب هيٺ آيا.

سفيان ثوري سرڪار طرفان ملندڙ تحفا تحائف به ان ڪري واپس ڪري ڇڏيندو هو، جو سندس چوڻ هو ته سرڪاري عهدن تي رهڻ ۽ تحفن وٺڻ سان دنياداريءَ جا برا اثر پيدا ٿين ٿا ۽ حڪومت جي غلط فيصلن جي پنيرائي ڪرڻ تي مجبور ٿيڻو پوي ٿو. هو حڪومت جي طريقيڪار سان به اختلاف رکندو هو. سندس چوڻ هو ته حقيقي اسلامي رياست ۾ جبر (زبردستي) جي ڪا گنجائش ڪانهي، ان ڪري هو حڪومت سان تعاون ڪي گناهه ۽ عوام دشمني سمجهندو هو. سلطان ۽ سندس خليفن جي ذاتي زندگي گذارڻ جي طريقن تي به ڪيس اعتراض هو. هن امام احمد بن حنبل ۽ امام ابو حنيفه وانگر جابر بادشاهن جي سامهون حق جي ڳالهه ڪئي ۽ تڪليفون سٺيون. نيٺ هو عراق ڇڏي يمن پهتو، پر اتي به بغدادي بادشاهن جي چنبي کان محفوظ نه رهيو. پوءِ هو مڪي شريف هليو آيو. مڪي جي امير کي به حڪم مليو ته سفيان کي هٿ ڪري مارائي ڇڏي، پر هنن سندن حڪم نه مڃيو. ابن سعد لکي ٿو ته: بغدادي ڇاڙتا مڪي به اچي پهتا ۽ سفيان کي ڪعبي شريف ۾ وڃي جان بچائڻي پئي، پوءِ بصري ويو، جتي هن کان ڪيترن علامن حديث جو درس ورتو. سندس دشمن اتي به پهچي ويا ۽ بصري ۾ به سندس جيئڻ جنجال ڪيو ويو. آخرڪار دربار رسالت سان صلح لاءِ ڪيس خط و ڪتابت ڪرڻي پئي، نتيجي طور معاهدو طئي ٿيڻ بعد

بغداد وڃڻ لاءِ تيار ٿيو. انهن ئي ڏينهن ۾ بيمار ٿيو ۽ شعبان 161هه/ 778ع ڌاري 64 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪري ويو.

’الجامع الڪبير‘، ’الجامع الصغير‘ ۽ ’ڪتاب الفرائض‘ سندس مشهور تصنيفون آهن. هڪ فقيهه جي حيثيت ۾ هو خاص مسلڪ جو باني هو، جيڪو سندس وفات سان ختم ٿي ويو. سندس عقيدا اهل سنت مطابق هئا.

شيخ فريد الدين عطار ’تذڪرة الاولياء‘ ۾ سفيان ثوريءَ کي صوفي ڄاڻايو آهي. ابن نديم ’الفهرس‘ ۾ به سندس ذڪر صوفين جي صف ۾ ڪيو آهي. بهرحال حضرت سفيان ثوري وقت جو چوٽيءَ جو فقيه ۽ محدث هو ۽ حضرت امام ابوحنيفه جو همعصر هو. ان ڪري ٻنهي ۾ اختلاف به هئا. انهن اختلافن جو غالباً بنياد اهو هو ته امام ابو حنيفه ’اهل الراءِ‘ ۾ ڳڻبو هو ۽ حضرت سفيان ثوري جو ڳاڻيٽو ’اهل الحديث‘ ۾ ٿيندو هو.

**سفيد پٽي مهم:** هيءَ تحريڪ 6 ڊسمبر 1989ع تي ڪئناڊا جي شهر مونٽريال ۾ عورتن جي اجتماعي قتل جي واقعن تان شروع ٿي، جنهن ۾ 9 يونيورسٽين جي شاگرديائڻين سميت 28 ماڻهو قتل ٿيا. هي واقعو اڪول پاليٽيڪنڪ نالي 25 سالن جي نوجوان يونيورسٽيءَ جي ڪلاس ۾ ڪيو. ان واقعي کان پوءِ هن پاڻ کي به ساڳيءَ رائفل سان ماري ڇڏيو. هن نوجوان جي کيسي مان هڪ خط نڪتو، جنهن ۾ لکيل هو ته ننڍپڻ ۾ سندس والد مٿس تشدد ڪندو هو. هن پنهنجي تباهيءَ جو ذميوار انساني حقن لاءِ جاکوڙيندڙ عورتن کي ڄاڻايو، جن کي هن قتل ڪرڻ ٿي گهريو. اهڙي انسانيت سوز واقعي ۽ ڪارڻ جي خبر پوڻ تي ڪئناڊا جي سڄاڻ حلقن غور ڪرڻ شروع ڪيو. واقعي جي مختلف سببن تي مختلف رخن کان بحث شروع ٿيو. ٻئي سال واقعي جي ورسي ملهائڻ سميت ڏينهن جي حوالي سان ’سفيد پٽي مهم‘ جي شروعات ڪئي وئي، اڳتي هلي هن مهم دنيا جي سٺ ملڪن ۾ زور ورتو. هن مهم جي شروعات مائيڪل ڪوفمين ۽ ناليواري سياستدان جيڪ ليٽن ڪئي.

هيءَ مهم دنيا ۾ مردن پاران عورتن تي ٿيندڙ تشدد خلاف واحد بين الاقوامي مهم آهي.

هيءَ مهم هر سال 25 نومبر کان 6 ڊسمبر تائين هلائي وڃي ٿي، جنهن جي مقصدن ۾ هن واقعي ۾ قتل ٿيل عورتن جي ياد تازي ڪرڻ سميت اهڙن عملن جي خاتمي لاءِ جاڳرتا پيدا ڪرڻ آهي. سفيد پٽي ٻڌڻ جو مقصد مردن پاران ان عهد کي ورجائڻ هوندو آهي ته هو ڪڏهن به عورتن تي تشدد نه ڪندا ۽ نه وري ان تشدد کي جائز سمجهي خاموش ويهندا. مطلب ته هن تحريڪ جو مقصد عورتن تي ڪنهن به قسم خلاف تشدد خلاف آواز اٿارڻ يا عورتن کي ڪمتر ڏيکارڻ واري رويي جو خاتمو آڻڻ آهي.

**سفيد ڪوهه** (جبل): افغانستان جي اترئين علائقي جو مشهور جابلو سلسلو، جنهن جي سڀ کان مٿانهين چوٽي سڪارام آهي، جنهن جي اوچائي سمنڊ کان 15620 فوٽ آهي. هي پهاڙ سنڌو درياهه تي آباد اٽڪ شهر سان اچي ملي ٿو ۽ ان جو آخري سرو افغانستان ۽ پاڪستان جي وچ ۾ دنگ جو ڪم ڏئي ٿو. هي پهاڙ ڪابل درياهه جي واديءَ کي ڪرم وادي ۽ آفريدي تراهه کان جدا ڪري ٿو.



سفيد پهاڙ جا جيڪي اتريان ۽ اولاهان حصا اڳتي نڪتل آهن، تن ۾ باب خيبر (پشاور) ۽ ٻيا ڪيترا ڏکيا باب موجود آهن. انهن بابن يا درن (ڏکين پهاڙي رستن) ۾ 42-1841ع جي جنگ دوران برطانيا ۽ هندستان جي فوج کي گهڻو نقصان رسيو هو. سفيد پهاڙ جو اترين سلسلو بنا وڻ ٽڻ جي سڌو ميداني آهي، جڏهن ته مٿانهين لاهين ۾ صنوبر ۽ ٻين وڏن وڻن جا گهاٽا ٻيلا موجود آهن. سلسلي جي ڏاکڻين حصن جي پهاڙن تي صنوبر سان گڏ قدرتي طور پيدا ٿيندڙ زيتونن جي وڻن جا باغ موجود آهن. انهن پهاڙي سلسلن جي وادين ۾ ٻين ميون جا باغ ۽ پوکون به موجود آهن.

**سفيد هُن** (قبيلو): ’هن‘ (Huns) قبيلي سنڌ ۽ برصغير هند تي ٻه سؤ ورهيه حڪومت ڪئي. هنن کي ’هيپتالي‘ به چوندا هئا. مسلمان ٿيڻ بعد هنن کي ’ابدالي‘ به سڏيو ويو. هنن جي حڪومتي دور جو پهريون گاديءَ جو هنڌ پشاور هو. يشو ڌرمن هٿان هارائڻ بعد هنن ڪپسيا کي دارالسلطنت مقرر ڪيو. ڪپسيا جو شهر ڪابل واديءَ ۾ واقع هو. هنن جي زماني ۾ ئي هندستان اندر هندو مت ۽ ٻڌ مت جو زوال شروع ٿيو. هي سج جي پوڄا ۾ يقين رکندڙ هئا. اهوئي سبب هو جو سياسي مصلحت سبب شوشنڪر مهراج جا پوئلڳ ٿيا. هنن پنهنجي جهنڊي تي ڏڳي جي شبيهه رکي، جيڪو شو جو خاص نشان آهي. چين جو مشهور سياح هوانگ سوانگ هنن جي ئي زماني ۾ هندستان آيو هو.

نامور محقق ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ پنهنجي ڪتاب ’سنڌ- عرب دور‘ (ص: 100) ۾ ’هُن‘ قوم لاءِ لکيو آهي ته ’سفيد هن‘ به سٿيا قوم وانگر وچ ايشيا مان هجرت ڪري سنڌو ماٿر ۾ پهتا ۽ سنڌن يلغار سبب گپتا گهراڻي جو خاتمو ٿيو. هي اتر- اولهه وارن علائقن ۾ ٽيهن سالن تائين طاقتور رهيا ۽ هنن هندستان جي اندرئين علائقن ۾ به ڪيترا حملا ڪيا.

هُن قوم جا بادشاهه نهايت طاقتور سمجهيا ويندا هئا. جن مان تورمان (500 کان 510ع) ۽ مهوڪولا (510ع کان 540ع) جا نالا قابل ذڪر آهن. تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته: پنجاب ۽ سرحد جي




مقامي راجائن گڏجي مهوڪولا سان جنگ ڪئي ۽ کيس شڪست ڏني، ڪشمير ڏانهن ڀڄائي ڪڍيو. مهوڪولا ڪشمير ۾ هڪ گهراڻي جو بنياد به وڌو، پر پوءِ هن گهڻو وقت جتاءُ نه ڪيو ۽ 540ع ۾ وفات ڪري ويو. سندس موت کانپوءِ سنڌو ماٿر ۽ ننڍي کنڊ ۾ هُن قومن جي حملي جو ڊپ ختم ٿي ويو ۽ هر هنڌ خودمختيار حڪومتون قائم ٿي ويون ۽ سنڌ تان هنن جو اثر رسوخ ختم ٿيو.

هُن قبيلي وارن ملتان ۾ سورج ديوتا جو هڪ وڏو مندر تعمير ڪيو هو. هنن جي وقت ۾ هندو ڌرم ۽ ٻڌمت جا مذهب رائج هئا. سنڌن وقت ۾ ٽيڪسيلا ۾ ڪيترا ٻڌمت جا استوپا قائم هئا ۽ يڪشوئن 'پريم پرشا' جي پرچار ڪئي، پر سندن آخري وقت ۾ هندو ڌرم زور ورتو



۽ يڪشوئن جو تعداد گهٽجڻ لڳو. اڪثر ٻڌمت جا استوپا ڊاٿا ويا. هنن ۾ ذات پات جو فرق نه هو. هنن کانپوءِ هندو مت جي زور وٺڻ ڪري ذات پات جو نظام ٻيهر ٿيو. ٻڌمت زوال پذير ٿي اثروجائي ويٺو. هندن جي زماني ۾ خروشتي خط ۾ لکت ڪئي ويندي هئي. هنن جي زوال ۽ پوءِ ختم ٿيڻ سبب خروشتي خط جي جاءِ برهمي لپيءَ ورتي ۽ ان ۾ لکت جو رواج عمل ۾ آيو. هن قبيلي جي زماني ۾ سنڌ ۾ ترقي ۽ سماجي جاڳرتا جو اوج هو. ان وقت سنڌ ۾ آيل چيني توڙي عرب سياح سنڌ جي زرخيزي ۽ شاهڪار هئڻ جو ذڪر ڪن ٿا.

**سقراط** (Socrates): سقراط قديم يونان جو هڪ وڏو فلسفي ۽ ڏاهو ٿي گذريو آهي. افلاطون، سقراط جو واحد سعادتمند شاگرد هو جنهن پنهنجي استاد سقراط جو هڪ هڪ حرف تحرير ڪري کيس فلسفي جي دنيا ۾ هميشه جي لاءِ زنده جاويد ڪري ڇڏيو.

سُقراط 469 ق. م ۾، يونان جي سڀ کان ترقي يافته رياست ائٿينز ۾ پيدا ٿيو. ائٿينز جو اُهو سونهري دؤر هو جڏهن اتي فلسفي، لطيف فن، حڪمت ۽ ٻيا علم وڏي عروج تي هئا. هن سونهري دؤر ۾ سقراط هڪ سنگتراش جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس ماءُ هڪ دائي هئي. وڏي هوندي سقراط اڪثر مزاحيه انداز ۾ چوندو هو ته "مون پنهنجيءَ ماءُ جو ڌنڌو سنڀاليو آهي"، ڇاڪاڻ ته سقراط پاڻ کي اڪثر 'فڪر ۽ فهم جي دائي' سڏيندو هو.



سقراط جو خيالي مجسمو

سقراط ننڍي هوندي کان ئي پيءُ وارو ساڳيو مورتين ٺاهڻ جو ڌنڌو ڪندو هو. سندس ٺاهيل مورتون ڏسڻ وٽان هونديون هيون. هو بت ۾ سگهو هو ۽ گرمي سرديءَ ۽ ٿڪ جي پرواهه نه ڪندو هو. ته سياري ۾، اونهاري جا ڪپڙا ڍڪيندو هو ۽ هميشه اگهاڙي پيرين گهمندو هو. هو ڏاڍو سادو ۽ سانگ صرفي سان هلندو هو. وڏي هوندي مورتين جوڙڻ جو ڌنڌو ڇڏي ڏنائين. سقراط ڪنهن به درسگاهه ۾ تعليم حاصل نه ڪئي، نه ئي وري سندس ڪو استاد هو.

سقراط مختلف شين جو غور سان مطالعو ڪندو هو ۽ سندس ذهن ۾ ڪيترائي سوال اُڀرندا هئا. هو ماڻهن کان انهن جا جواب پڇندو رهيو، سوالن پٺيان سوال ڪندو رهيو ۽ اُنهيءَ جستجوءَ ۾ نيٺ هڪ ڏينهن کيس منزل ملي وئي.

سقراط جي ذهن ۾ منڍ کان وٺي هر هڪ شيءِ جي سبب، اُن جي ابتدا ۽ انتها ڄاڻڻ جو بيحد اشتياق هو. هو سوچيندو هو ته ڪائنات ڇا آهي؟ ڪائنات ڪيئن ٺهي؟ اُن جو ٺاهيندڙ ڪير آهي؟ اسين ڪيئن سوچيون ٿا؟ ڇا سوچڻ جون سموريون صلاحيتون رت، هوا ۽ باهه ۾ موجود آهن؟ وغيره وغيره. اِهي سوال سقراط کان اينڪساغورث به ڪيا هئا، جنهن جو چوڻ هو ته ڪائنات عقلِ ڪُل ٺاهي آهي، ان ڪري سُقراط اينڪساغورث کي دلچسپيءَ سان پڙهڻ شروع ڪيو، پر اڳتي هلي ساڻس اختلاف ڪيائين. سقراط جو چوڻ هو ته اينڪساغورث سڄيءَ ڪائنات کي عقلِ ڪُل جي تخليق قرار ڏئي ٿو، پر پوءِ وري ڪائنات کي ايٿر ۽ هوا جي تخليق قرار ڏئي ٿو ۽ پنهنجي عقلِ ڪُل واري راءِ تان ڦري وڃي ٿو.

سقراط جو چوڻ هو ته عقل ڪل ئي تخليق ڪائنات جو ڪارڻ آهي ۽ عقلِ ڪُل مان مراد خدا جي ذات آهي.

سقراط پهريون يوناني فلسفي هو، جنهن خدا جي هڪ هئڻ جو تصور ڏنو.

سِسرو (Cicero)، يونان جي هن عظيم فلسفي سقراط بابت لکيو آهي ته: He brought philosophy down from Heaven to Earth (اهو سقراط ئي هو، جنهن فلسفي کي آسمان تان زمين تي لاٿو.)

سقراط پنهنجي خيالن جي حمايت ۾ جيڪي دليل ڏنا، جيڪي مثال پيش ڪيا، اهي سمورا زميني هئا، آسپاس جي زندگيءَ سان تعلق رکندا هئا ۽ نظر ايندا هئا. هو ماڻهن کي نيڪيءَ جي واٽ سيکارڻ ۾ لڳي ويو. سندس تعليم جو مطلب هو ته: "ماڻهو پاڻ کي سڃاڻن، معرفت الاهي حاصل ڪن، منجهن ڳالهائڻ ۽ بحث ڪرڻ جي طاقت وڌي."

هن جي تعليم ايڏي ته پر اثر هئي، جو سندس چوڌاري سندس چاهيندڙ نوجوانن جو هڪ حلقو گڏ ٿي ويو. انهيءَ تعليم ڏيڻ جي ڪري توڙي جو هن گهڻا ڏک ڏنا، ته به خاموش نه رهيو. هو ڏاڍو قناعت وارو هو ۽ چوندو هو ته، "سياڻو سو جنهن کي تمام ٿورين شين جي گهرج پوي." ڪيترائي هوند وارا ماڻهو ڪيس پئسا آڇيندا هئا، پر هو ڪنهن ڏي نهاريندو به ڪين هو ۽ چوندو هو ته "جنهن کي بک چڱي لڳي، تنهن کي سٺن طعامن جو ڪهڙو ڪم، آءٌ جڏهن ٿورين ۽ سادين شين تي چڱو وقت پيو گذاريان، تڏهن گهٽي پنيان چو ڊوڙان."

سقراط نوجوانيءَ ۾ ٽن جنگين ۾ به حصو ورتو. يونان ۾ هڪ قانون اهو به هو ته هر ماڻهوءَ کي هڪ خاص عمر کان پوءِ فوج ۾ شامل ٿيڻو پوندو هو. ان ڪري سقراط جنگ ۾ شموليت ڪئي ۽ بهادريءَ جا جوهر ڏيکاريا. هن پنهنجي ساٿين جون زندگيون بچايون. هڪ جنگ ۾ جڏهن سمورا فوجي شڪست کائي پنهنجن گهرن ڏانهن واپس ڀڄي رهيا هئا، ان وقت به سقراط پنهنجي جاءِ تي اٽل بيٺو رهيو. سندس هڪ ساٿيءَ ايٿنز ۾ واپس اچي سمورن ماڻهن کي ٻڌايو ته جيڪڏهن اسان جو هر فوجي سقراط جهڙو هجي ها ته اسان جنگ ۾ شڪست نه کائون ها ۽ اسان جي چانوٽي تباهه نه ٿئي ها. سقراط رڳو ٽن جنگين ۾ حصو ورتو ۽ چوٿين جنگ ۾ هو شامل نه ٿيو ۽ پنهنجي حڪمرانن کي چيائين ته: "هن جنگ ۾ اسان کي تمام وڏي شڪست کائڻي پوندي، منهنجو غيبي علم اها ڳالهه ٻڌائي ٿو."

سقراط جي اڳڪٿيءَ تي حڪمرانن يقين نه ڪيو ۽ يونانين کي هن جنگ ۾ وڏو نقصان پهتو. هنن جنگين يونانين کي ڪو به فائدو نه پهچايو، پر سقراط کي سڌو رستو ملي ويو.

سقراط جي هڪ ساٿيءَ جو چوڻ هو ته هڪ رات جنگ جي ميدان ۾ جڏهن سڀ فوجي سمهي رهيا هئا ته سقراط اوپر طرف منهن ڪري سڄي رات هڪ ٽنگ تي بيٺو رهيو ۽ جڏهن سج نڪتو ته هُن هڪ ڊگهو ساهه کنيو ۽ چيو "مون اهو حاصل ڪري ورتو!" شايد هُن عقلِ ڪُل کي حاصل ڪري ورتو ۽ پوءِ سقراط ايٿنز جي گهٽين ۽ بازارن ۾ پنهنجن خيالن جو پرچار ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيو.

سقراط جي دوستن جي حلقي ۾ وڏ ۾ وڏ نوجوان شامل هئا. اگاٿن، السي بائڊيز ۽ افلاطون انهن ۾ نمايان هئا. هنن سمورن ۾ افلاطون کي امتيازي حيثيت حاصل هئي. افلاطون ۽ سقراط جو ملڻ هڪ معجزو هو.

افلاطون ۽ سقراط ٻئي هڪ عرصو پري پري رهيا. افلاطون پهلواني ڪندو هو، ڊراما لکندو هو ۽ دوستن ۾ وٺي ڊاڙون هڻاڪون هڻندو هو. جڏهن ته سقراط جنگين ۾ بهادري ڏيکاري داد حاصل ڪندو هو. هو جڏهن جنگ تان واپس آيو ته هڪ مهيني تائين لاڳيتو هڪ خواب ڏسندو رهيو ۽ اُهو خواب اهو هو ته هڪ سونهري پرن وارو پکي هڪ خاص گيت ڳائيندو سندس چوڌاري چڪر لڳائيندو هو. اُن جي ڇهنب ۾ هڪ گلن جو هار هو ۽ هو گيت ڳائي سقراط جي گلي ۾ وجهندو هو ۽ پوءِ گم ٿي ويندو هو. سقراط کي هن خواب لاڳيتو هڪ پيڙا ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو. هڪ ڏينهن هو ايٿنز جي هڪ بازار مان گذري رهيو هو ته سامهون هڪ خوبصورت نوجوان آيو پئي، جيڪو ساڳيو گيت ڳائي رهيو هو، جيڪو پکي خواب ۾ ڳائيندو هو. سقراط ڏانهس وڌيو ۽ ڪيس ڀاڪر ۾ پري ورتائين. سندن هيءَ ملاقات هڪ لافاني رشتي ۾ بدلجي وئي. ان نوجوان جو نالو افلاطون هو، جيڪو استاد جون ڳالهيون ٻڌي امر ٿي ويو ۽ استاد جون ڳالهيون لکي استاد کي امر ڪري ڇڏيائين.

سقراط ٻه شاديون ڪيون. پهرين هڪ معزز خاندان مان هئي، جنهن جي ايٿنز ۾ وڏي حيثيت هئي، ان عورت جو نالو ميرٽو (Myrto) هو. هڪ ڀيري ايٿنز ۾ پليگ جي وبائي بيماري پکڙي، جنهن ۾ سندس گهر واري ميرٽو گذاري وئي. چون ٿا ته سقراط ايٿنز جو واحد ماڻهو هو، جنهن کي بيماري ڪانه ٿي، ان جو ڪارڻ سندس نيمائتو ۽ مناسب کاڌو کائڻ هو. هو هميشه چوندو هو ته، "ٻيا جيئڻ تا کائڻ کاڻ ۽ آءٌ کاوان ٿو جيئڻ کاڻ."

سقراط ٻي شادي 50 سالن جي عمر ۾ ڪئي. هن عورت جي سقراط جي زندگيءَ ۾ وڏي اهميت آهي، چون ٿا ته اها تيزمزاج ۽ ڪاوڙ جي تکي هئي. سقراط جا ويجها دوست چون ٿا ته هن سقراط سان ڪڏهن به سڌي منهن نه ڳالهايو ۽ سقراط سندس اڻ وڻندڙ ڳالهيون ٻڌي کلي ڏيندو هو. هڪ ڀيري اها سقراط تي اهڙي اچي تتي، جو مٿس ڪِنو پاڻي هاريائين. سقراط ڏانهس نهاري، مسڪرائي چيو، "مون اڳ ئي ڄاتو هو ته تون گجي گجي نيٺ مينهن وسائيندينءَ!" ان عورت جو نالو زين ٿپي (Xanthippe) هو ۽ هن مان سقراط کي ٽي ٻار ٿيا.

سقراط جڏهن ماڻهن کان سوالن جو سلسلو شروع ڪيو ۽ ڪين سندن غلطين کان آگاهه ڪيو ته اڪثر يوناني سندس خلاف ٿي ويا، پر سندس پراثر گفتگو ۽ نصيحتون ٻڌي ڪافي ماڻهو سُڌري نيڪ ۽ ڏاها ٿي پيا. هو چوندو هو ته جهان ۾ عقل جهڙي ڀلي ۽ اڻ ڄاڻائيءَ جهڙي بُري

شيءِ ڀي ڪانهي: ۽ ڌن ۽ نسل ڪجهہ نہ آهي. ان ڪانسواءِ هو چوندو هو تہ جوان ماڻهن کي کپي تہ هميشہ آرسيءَ ۾ پنهنجو منهن ڏسندا رهن: ان لاءِ تہ جيڪڏهن هو سهڻا هجن تہ چال اهڙي هلن، جيڪا سندن منهن تي پوي: ۽ جي ڪوجها هجن تہ پنهنجي لياقت سان ڪوجهائي ڍڪڻ لاءِ جتن ڪندا رهن.

سقراط حڪومت ۽ انتظاميہ تي سخت تنقيد ڪندو هو ان ڪري سمورا وڏا آفيسر ساڻس نفرت ڪرڻ لڳا ۽ ڏسندي ڏسندي اٿينز جا اڪثر وڏا ماڻهو سندس مخالف ٿي ويا. اُنهن ۾ مزاحيہ ناٽڪ نويس ارسٽوفنيز (Aristophenes) بہ شامل هو. جنهن جي طنز ڏاڍي گهائيندڙ هئي. هن جون طنزيہ ۽ مزاحيہ لکڻيون اڄ تائين شوق سان پڙهيون وڃن ٿيون. هن سقراط کي ڪردار بڻائي، سندس خلاف مزاحيہ ڊراما لکيا، جن ۾ سقراط جي نظرين ۽ دليلن تي ظاهر ظهور طنز ڪيل هئي. ان وقت سندس بہ ڊراما: Clouds ۽ Frogs ڏاڍا مقبول ٿيا.

سقراط شڪل شباهت جو پورو سارو هو. بلڪ بدصورت هو. ليڪن سندس بدصورتيءَ ۾ دنيا جو سمورو حسن شامل هو. اٿينز جا ماڻهو ظاهري خوبصورتيءَ جا قائل هئا، پر سقراط جسماني طور بي ڍنگو شخص هو. سندس دوست کيس ’ڏيڏر‘ سڏيندا هئا ۽ سڄي اٿينز ۾ Frog Face جي نالي سان مشهور ٿي ويو. سقراط کين سمجهائيندو هو تہ آءٌ ٻاهران نہ، پر اندران ڏاڍو خوبصورت ماڻهو آهيان. منهنجي ڏاڙهي بي ترتيب آهي، نڪ چٻترو آهي، پيشاني ننڍي آهي، پران ۾ منهنجو ڪو ڏوهہ ناهي ۽ مون کي ديوتائن بنايو آهي ۽ اها ديوتائن جي ئي مرضي هئي.

باوجود انهن ٻاهرين بدصورتين جي سقراط کان وڌيڪ نيڪ، سنئو ۽ ذهين ماڻهو سڄي اٿينس ۾ ڪو بہ نہ هو. سندس دوستن جو چوڻ هو تہ سقراط کان وڌيڪ نيڪ، شريف، عالم ۽ متوازي فڪر ڏيندڙ شخص هنن سڄي دنيا ۾ نہ ڏٺو. سندس اندر ۾ سچائي هئي. هن ڪنهن کي بہ تڪليف نہ ڏني، پر ٻين جون تڪليفون سهندو رهيو، ان حد تائين جو جڏهن کيس زهر جو پيالو ڏنو ويو تہ پيالي ڏيندڙ ڏانهن سقراط ڏسي چيو تہ، ”تون دنيا جو سڀ کان شريف ۽ نيڪ ماڻهو آهين“ . . . ۽ اهو شخص پٺ ڏي منهن ڪري زارو زار روئڻ لڳو.

سقراط، جن نظرين کي اٿينس جي ماڻهن ۾ عام ڪيو، اهي نظريا اٿينز جي رهواسين کي قبول نہ هئا. سقراط جڏهن ڪنهن سان بحث ڪندو هو تہ کيس پهرين سندس نظريا ٻڌائڻ جي دعوت ڏيندو هو ۽ پوءِ دليلن سان انهن کي غلط ثابت ڪندو هو ۽ اهڙي ريت اهي سندس خلاف ٿي ويندا هئا، جلد سمورو اٿينس سندس خلاف ٿي ويو. سقراط جي شاگردن جو چوڻ هو تہ هڪ غيبي آواز سقراط جي رهنمائي ڪندو هو. سقراط خود چوندو هو تہ جڏهن بہ ڪو آءٌ غلط ڪم ڪندو آهيان تہ غيبي آواز مون کي روڪي وٺندو آهي، ان غيبي آواز ئي مون کي سياست ۾ حصي وٺڻ کان روڪيو. جڏهن مون کي عدالت ۾ پيش ٿيڻو هو ۽ پاڻ تي عائد الزامن بابت ڪجهہ چوڻو هو تہ غيبي آواز مون کي نہ عدالت ۾ وڃڻ کان روڪيو نہ مون کي تقرير ڪرڻ کان جهليو. مطلب تہ مون جيڪي ڪجهہ ڪيو پئي، اُن ۾ منهنجي ڀلائي هئي. ان غيبي آواز شاگردن جي چونڊ ۾ بہ سقراط جي رهنمائي ڪئي ۽ ان اهڙن شاگردن کي پنهنجي حلقي ۾ شامل ڪرڻ کان روڪيو جيڪي نااهل هئا. ان غيبي آواز کيس ماڻهن ۾ پنهنجن خيالن کي عام ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ کيس نفس جي سُڌاري جو مشورو ڏنو ۽ مقس واضح ڪيو تہ روح جي پاڪيزگي ئي اصل زندگي آهي. هُن جو چوڻ هو تہ اهو غيبي آواز مون وٽ خدا جو درجو رکي ٿو. سقراط مال ملڪيت کان وڌيڪ روح ۽ نفس جي پاڪيزگيءَ کي اوليت ڏيندو هو. سقراط جي دوست زينوفان جو چوڻ هو تہ سقراط هميشہ محبت جي زبان ڪم آڻيندو هو. هن انصاف جي ظاهري خوبصورتيءَ نہ، پر عقلي خوبصورتيءَ کي اهميت ڏني ۽ سدائين اخلاقي تعليم جو پرچار ڪندو هو.



سقراط، اٿينز جي عدالت ۾ دليل پيش ڪندي

سياست بابت سقراط جا اعتراض معقول ۽ مدلل هئا. اڄ بہ حڪومت سندس ٺاهيل اصولن تي ڪاميابيءَ سان هلي سگهي ٿي.

سقراط، اسيمبلي ميمبرن بابت چوندو هو تہ اسيمبلي، احمقن، معذورن، لوهارن، دڪاندارن ۽ منافعي خورن تي ٻَڌَل آهي، جن جي سامهون هر وقت اها ڳالهہ هوندي آهي تہ سستي شيءِ مهانگي اگهہ تي ڪيئن وڪرو ڪري نفعو ڪمائجي. سقراط جي دؤر ۾ اٿينز شهر جا دڪاندار، واپاري ۽ ڪاريگر، اسيمبليءَ جا ميمبر هوندا هئا ۽ اسيمبليءَ دوران شهر جا سمورا دڪان ۽ بازارون بند هونديون هيون. اٿينز جي انتظاميا سقراط جي هن راءِ کي پنهنجي بي عزتي تصور ڪندي هئي. هنن سقراط بابت سازش جي سٽا سٽي. سندس دوستن کي تنقيد جو نشانو بڻايو. سقراط جو دوست ۽ مشهور ناٽڪ نويس يوريپيڊيز بہ

سقراط وانگر آسماني ديوتائن جي خلاف هو. ان سقراط جي پيروي ڪندي چيو ته، ”آسماني ديوتا جيڪڏهن برائيءَ جا مرتڪب ٿين ٿا ته اُهي ديوتا ناهن.“ هُن هڪ ڊرامو Trojan Women نالي لکيو، جنهن ۾ هن يونان جي فوجين کي جنگ دوران عورتن، پوڙهن ۽ ٻارن تي ظلم ڪندي ڏيکاريو. انتظاميا اهو ڊرامو اٿينز ۾ اسٽيج ٿيڻ نه ڏنو. يوريپيڊيز اُهو ڊرامو هر حالت ۾ ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ هن اهو اٿينز جي سرحد تي وڃي ڪيو، جتي اٿينز جو قانون لاڳو نه پئي ٿي سگهيو. حيرت جو مقام هو ته اُهو ڊرامو ڏسڻ لاءِ صرف هڪ ماڻهو پهتو، جيڪو سقراط هو.



اٿينز جو اهو جيل جنهن ۾ سقراط قيد هو

اٿينز جي ماڻهن کي سقراط تي اعتراض هو ته هن نوجوان نسل جي اخلاق کي خراب ڪيو آهي. ڪُليءَ ريت مذهبي ديوتائن تي تنقيد ڪئي آهي ۽ هڪ خدا جو تصور پيش ڪيو آهي، جيڪا ڳالهه اٿينز جي رهواسين لاءِ ڏکي هئي. هن اٿينز جي اسيمبليءَ جي فيصلن تي کُلي تنقيد ڪئي ۽ اهڙن قانونن کي للڪاريو، جيڪي انساني حقن جي خلاف هئا. ان ڪري حڪومت ۽ انتظاميا سندس خلاف ٿي وئي ۽ سقراط کي عدالت ۾ گهرايو ويو. سقراط تي ان دؤر جي هڪ شاعر ميليٽس مقدمو دائر ڪيو. هن تي مذهبي رسمن ۽ ديوتائن جي تذليل ۽ نئين نسل جي اخلاقيات خراب ڪرڻ جا الزام هنيا ويا. سقراط جو مقدمو هلائڻ لاءِ 501 ماڻهن جي جيوري ناهي وئي ۽ اٿينز جا سمورا ماڻهو مقدمو ٻڌڻ لاءِ عدالت ۾ اچي گڏ ٿيا. هين سان گڏ سندس زال زين ٿيپي به عدالت ۾ آئي، چو ته هوءَ سندس خيالن سان اتفاق نه رکندي هئي ۽ هميشه چوندي هئي ته ”سقراط جڏهن به گهر اچي ٿو ته سودو سلف وٺي نه ٿو اچي، رڳو پاڻ تي الزام کڻي گهر اچي ٿو.“

سقراط مرڪندي، دلي سڪون سان پاڻ تي لڳايل سمورن الزامن کي رد ڪيو. سقراط سندن ڪوڙ کي عدالت ۾ بي نقاب ڪيو ۽ صاف صاف چيو ته ”آءٌ پاڻ تي لڳل الزامن جي صفائي روئي پيش نه ڪندس، پر مڙسيءَ سان هر ڳالهه برداشت ڪندس. آءٌ موت کان نه ٿو ڊڄان. مون لاءِ موت، زندگيءَ جو خاتمو نه آهي، پر هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ منتقليءَ جو نالو آهي. ترت اٿينز جي ماڻهن کي اهو احساس ٿيندو ته هنن هڪ

داناءُ، ساڃهه وند ۽ ذهين شخص کي ماريو. وقت تمام ٿورو آهي ۽ گهڻ وقت ۾ ڪوڙن جو جواب ڏئي نه ٿو سگهجي. آءٌ اڳيئين جهان ۾ ديوتائن ڏانهن ان اميد سان وڃي رهيو آهيان ته مون کي انصاف ملندو، جيڪو هن دنيا ۾ ملڻ ناممڪن آهي.“

سقراط، عدالت ۾ صاف صاف چيو ته ”مون تي سمورا الزام بي بنياد آهن. آءٌ سچ ڳالهائي رهيو آهيان ۽ سچ مون کي غيبي سگهه عطا ڪيو آهي. آءٌ اهڙين شين جي ڳولا ۾ رهندو آهيان، جيڪي آسمانن مٿان ۽ زمين جي هيٺيان آهن ۽ اها ڳالهه ٻين کي سيکاريندو آهيان. آءٌ ڪنهن کي به ڪجهه سيکارڻ جو اجورو نه وٺندو آهيان. هونئن به آءٌ ڪنهن کي پلا ڪهڙي تعليم ڏئي سگهان ٿو، مون کي ڪجهه به نه ايندو آهي.“ سقراط عدالت ۾ وري وري هيءَ ڳالهه دهرائي ته ”آءٌ هڪ ڳالهه ۾ ٻين کان وڌيڪ سياڻو آهيان. ٻيا ڄاڻڻ جي دعويٰ ڪن ٿا، جڏهن ته اهي ڪجهه به نه ٿا ڄاڻن، پر آءٌ ڄاڻان ٿو ته آءٌ ڪجهه به نه ٿو ڄاڻان.“

هن وڌيڪ چيو ته مون حقيقت جي تلاش ۾ ڪافي مصيبتون ڏٺيون آهن. آءٌ سياستدانن، الميه نگارن ۽ شاعرن وٽ ويس، پر افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته ڪين به اها ڄاڻ ئي نه هئي ته هُنن ڇا لکيو آهي. مون جڏهن ڪين سندن ڪمزوريءَ جو احساس ڏياريو ته هو منهنجي خلاف ٿي پيا.“

سقراط مدلل ۽ معقول تقرير ڪئي، پر عدالت تي ڪو به اثر نه ٿيو ۽ جيوريءَ ڪثرت راءِ سان سقراط لاءِ موت جي سزا تجويز ڪئي. سقراط موت جي سزا جو فيصلو ٻڌي مرڪندي چيو ته، ”اي اٿينز جا ماڻهو! هاڻي توهان کي وڌيڪ انتظار نه ڪرڻو پوندو، پر ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اوهان کي اهو احساس ٿيندو ته اوهان هڪڙي عقلمند ماڻهوءَ کي موت جي منهن ۾ ڏنو“- پوءِ سقراط مسڪرائيندي جيوريءَ جي ميمبرن کي مخاطب ٿيو ته ”هاڻي موڪلاڻيءَ جو وقت ويجهو اچي ويو آهي، اسان پنهنجن پنهنجن رستن ڏانهن وڃي رهيا آهيون. ڪهڙو رستو سٺو ۽ ڪهڙو رستو خراب آهي، اهو نه توهين ڄاڻو ٿا ۽ نه وري آءٌ، ڄاڻڻ واري خدا جي ذات آهي.“

سقراط تي هڪ الزام اِهو به هو ته هُو خوبصورت ۽ نوجوان ڇوڪرن سان جسماني واسطا رکندو هو. ڇو ته يونان ۾ ان زماني ۾ ڇوڪرن سان عشق جي بيماري عام هئي. السيبائيڊيز نالي هڪ خوبصورت نوجوان سقراط سان گڏ رهندو هو. جڏهن ماڻهن ان تي اعتراض ڪيو ته سقراط وراڻيو ته، ”آءٌ ڪيس پاڻ سان سدائين گڏ ان ڪري رکندو آهيان ته جيئن هي منهنجيءَ صحبت ۾ هڪ سٺو انسان بڻجي وڃي.“

جيوريءَ جي 501 ميمبرن جي ذهن ۾ اڳواٽ ئي فيصلو موجود هو، ان ڪري سقراط چيو ته ”مون کي خبر آهي ته ميليٽس منهنجي خلاف مقدمو ڪنهن جي چوڻ تي داخل ڪيو آهي، آءٌ عقلمند آهيان، آءٌ اها ڳالهه نه ٿو چوان، پر غيبي طاقت چئي رهي آهي.“

سقراط عدالت ۾ تمام گهڻا دليل ڏنا، پر ڪوڙ، سچ جي دليلن ڪي نه ٻُڌو ۽ سقراط کي زهر جو پيالو (Hemlock) پيئڻ جي سزا ڏني وئي. سقراط جا دوست روزانو ساڻس جيل ۾ ملڻ ويندا هئا ۽ سندس ڳالهيون ٻُڌندا هئا، جن ۾ نيڪي، خير، زندگي ۽ موت تي روشني وڌل هوندي هئي. سقراط موت کان هيسيل نه هو ۽ چوندو هو: ”موت منهنجو جسم فنا ڪري سگهي ٿو، منهنجي روح کي ماري نه ٿو سگهي.“

سقراط جي دوستن جيل جي داروغي کي لالچ ڏئي سقراط کي جيل مان ڀڄائڻ جو سوچيو، پر سقراط راضي نه ٿيو ۽ کين چيائين ته ”آءٌ موت کان نه ٿو ڊڄان، پوءِ ڀڄان ڇو؟ جيڪڏهن آءٌ جان بچائي ڀڄي ويس ته هميشه لاءِ مري ويندس ۽ جيڪڏهن آءٌ زهر پي مرندس ته قيامت تائين زنده رهندس.“

سقراط، عدالت جي فيصلي کي قبول ڪندي خوشيءَ سان وهه جو پيالو پي دم ڏنو. اهو سن 399 ق. م هو.



زهر جو پيالو پيئڻ وقت جي منظرڪشي

سقراط اڄ به پنهنجي فلسفي ۽ فڪر جي ڪري زنده آهي. سقراط پنهنجي زندگيءَ ۾ جيڪي ڪجھ چيو ۽ پيغام ڏنو سو سندس پياري شاگرد افلاطون پنهنجين تحريرن ۽ مڪالمن ذريعي محفوظ ڪري ورتو ۽ اڄتائين هلي سقراط جا اهي خيال، جديد دنيا جي فلسفي جو بنياد بنيا. ول ڊيورانٽ چيو آهي ته:

"Every school of social thought had there, its representative, and its origin."

سقراط جي ڪهاڻي سندس ڳالهين، سندس محبت ۽ سوچ ’ڪلهه‘ به حقيقت هئي، ’اڄ‘ به حقيقت آهي ۽ مستقبل ۾ به ’حقيقت‘ رهندي. چو ته ول ڊيورانٽ جا ئي لفظ آهن:

His life story is a golden thread in the dark fabric of the world history.

سقراط جي فڪر ۽ فلسفي جو سڄيءَ دنيا سان گڏ سنڌ تي به اثر ٿيو. سنڌي ڪلاسيڪي ۽ جديد شاعريءَ ۾ ’سقراط‘ سچ ۽ حق جي علامت طور ڪم آيو آهي.

**’سڪايل‘ نواب شاهه**: صوفي شاهه عنايت شهيد جي سلسلي جو نامور شاعر نواب شاهه ولد امام علي شاهه رضوي، 1843ع ڌاري پيدا ٿيو. سندس تعلق روهڙيءَ جي رضوي سيدن جي گهراڻي مان هو. شروعاتي زندگي عيش ۽ آرام سان گذاريائين. جوانيءَ ۾ صوفي فقير بيڪس جي اثر سندس زندگيءَ ۾ عجيب ڦيرو آندو. پاڻ سڀ شاهاڻا شوق ڇڏي فقير بڻيو. بيڪس جي وفات کان پوءِ دنيا کي ترڪ ڪري مرشد جي مزار جو مجاور بڻيو.

پاڻ بهترين شاعر هو. سندس شاعريءَ ۾ جوش ۽ ولولو شدت سان موجود آهي. حسن ۽ عشق جو ذڪر آهي. پاڻ تصوف جا نڪتا به جماليات جي جلوي سان پيش ڪيا اٿس.

سندس شاعريءَ ۾ هين خوبين ڪانسواءِ ٻوليءَ جي سادگي، مينا ج، موسيقي ۽ رواني به چڱي آهي. شاعريءَ ۾ ’سڪايل‘ تخلص استعمال ڪندو هو.

سندس ڪلام نموني طور پيش ڪجي ٿو:

’سڪايل‘ جي سور جي، ساجن لهه سنڀار،
اٿ ئي پهر اندر ۾، تنهنجي آهه پچار،
مرڪ تنهنجي مست ڪيو، نازڪ نيڻن ٺار،
اکين جا آذار آءٌ ته پرچون پاڻ ۾.

نواب شاهه رضوي، ذوالقعد 1319هجري بمطابق 1901ع ۾ وفات ڪري ويو.

**سڪ پور** (ديهه): تعلقي حيدرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خاڪو ماڇي، لاکاڻ پرهڙي، قاسم پنهور ۽ عمر پنهور.

**سڪ جو سمونڊ** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميار شاعر علي محمد ’مجروح‘ جي شاعريءَ تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ نامور شاعر شيخ عبدالحليم جوش ’رنگ خوشبو ۽ روشنيءَ جو شاعر‘ جي عنوان سان لکيو آهي، جڏهن ته ناميار عالم ڊاڪٽر نواز علي شوق ’محبتي مجروح‘ سري سان مٿس رايو ڏنو آهي ۽ آخر ۾ خود شاعر ’عرض حال‘ ۾ پاڻ بابت معلومات ڏني آهي. انهن ٽنهي لکڻين مان علي محمد ’مجروح‘ جي زندگي ۽ ادبي ڪاوشن جو قدري اندازو ٿي وڃي ٿو.




هن ڪتاب جو ناشر سنڌي ادبي بورڊ جو ڏهوڪو سيڪريٽري امداد حسيني آهي. هن مجموعي ۾ حمد، نعت، غزل، نظم، ڪافيون، گيت ۽ قطعا شامل آهن.

هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ڄام شوري پاران 1993ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي.

**سڪرنڊ** (تعلقو - شهر) : ضلعي نوابشاهہ (شهيد بينظير آباد) جو هڪ تعلقو ۽ شهر آهي. جيڪو تعلقي جو هيڊڪوارٽر آهي. هي ڪراچي لاهور شاهراهہ تي نوابشاهہ کان 16 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي واقع آهي. سڪرنڊ قدامت جي لحاظ کان وڏي اهميت جو حامل آهي. موهن جي دڙي ۽ آمريءَ جي دڙن کانپوءِ هن تعلقي جا قديم دڙا 'چانهيون دڙو' ۽ 'ٻوهيون دڙو' آهن. هي دڙا تعلقي سڪرنڊ جي سڪپور اسٽيشن کان اوڀر طرف ڳوٺ جمال ڪيرئي پرسان واقع آهن. هن دڙي جي ايراضي 29 ايڪڙ ۽ اوچائي 50 فوٽ آهي.



گورنمينٽ ڊگري ڪاليج سڪرنڊ

ڊاڪٽر پٿاوالا پنهنجي مضمون 'هسٽاريڪل جاگرافي آف سنڌ' ۾ لکي ٿو تہ: "ڊاڪٽر ميڪيءَ جي راءِ موجب هن دڙي جي تاريخ موهن جي دڙي کان ڪجهہ پوءِ شروع ٿي، شهر ۾ گندي پاڻيءَ جي نيڪال جو طريقو موهن جي دڙي وانگر آهي. کوهہ هڪ ئي قطار ۾ آهن. هتان موتين ۽ مٽين جو واپار ٻاهرين ملڪن سان هلندو هو. هتان جي کوٽائيءَ مان مليل چٽيل ٿانو سنڌ جي ٻين حصن ۽ بلوچستان جي لڌل ٿانون جهڙا آهن. هتان قديم مهرون Copper ۽ Bronze جا ماڊل، ڊگهي گاڏي وغيره مليا آهن. تاريخي دور کان اڳ رانديڪا، ماتا ديويءَ جو مجسمو گيري ۽ نانگ جا بت، مڏيون ڪهاڙيون بہ هٿ آيون آهن. اهي شيون ڪريٽ Crete مينن ڪلچر Manion Culture جي اثر جي نشاندهي ڪن ٿيون. ان مان ثابت آهي تہ قديم زماني ۾ هتي هڪ وڏو شهر آباد هو ، جنهن جو ڏيساور سان واپار هلندو هو. ڊاڪٽر پٿاوالا هن شهر جي تباهيءَ جو ڪارڻ درياهي ٻوڏ ٻڌايو آهي. اهڙيءَ طرح تاريخ جي مختلف دورن ۾ بہ هن تعلقي جو ذڪر ملي ٿو.

سڪرنڊ تعلقي جي ڳوٺ دليل ديري کان اولهہ طرف بہ دڙا 'لڏهار' جي نالي سان مشهور آهن. روايت آهي تہ چنيسر سومري جي چرچ تي جڏهن سلطان علاؤالدين خلجي، دودي سومري سان جنگ ڪرڻ جي خيال سان هتان اچي لانگهائو ٿيو تہ رات جي منزل اتي اچي ڪئي هئائين. سڪرنڊ شهر جي ڏکڻ ۾ 'شهيد جيئو جنگ' جو مقبرو ۽ قبرستان آهي. ان بزرگ متعلق بہ روايت آهي تہ جڏهن علاؤالدين جو لشڪر سڪرنڊ جي ڍنڍ کان اچي لانگهائو ٿيو هو تہ هن 'شڪر ڍنڍ' مان فوجي لشڪر کي پاڻي پيئڻ نہ ڏنو نتيجي طور جنگ لڳي ۽ هي بزرگ سائين سميت شهيد ٿي ويو انهن روايتن ذريعي هن تعلقي جو قديم تاريخ سان تسلسل ملي ٿو. سيد ابوظفر ندويءَ پنهنجي ڪتاب 'تاريخ سنڌ' (اردو) ۾ هن علائقي کي لاکا، سما پرڳڻو سڏيو آهي، جو برهمڻ آباد صوبي جي هٺ هيٺ هو. محمد بن قاسم برهمڻ آباد کان سيوهڻ ويندي هن پرڳڻي جي شهر ساوندي (ساوڙي) ويجهو ڏنبا ڏنڊ جي ماڻري 'ڪربهار' ۾ ترسيو هو اتي ٻڌ ڌرم جا پوئلڳ هئا ۽ ٻڌڌرم جو هڪ ٿُل اڄ بہ موري تعلقي ۾ موجود آهي ۽ 'ميرڪن جوٿل' سڏجي ٿو.

مير عظيم الدين ٺٽويءَ جي ڪتاب 'فتح نامہ' موجب سڪرنڊ شهر تي سڪرنڊ جو نالو 'شڪر ڍنڍ' (مٺي پاڻيءَ جي ڍنڍ) تان پيو. سنڌ جي پهرئين ٽالپر حڪمران مير فتح علي خان ٽالپر هڪ پيري شڪار سانگي هن ڍنڍ تي اچي منزل ڪئي. ڪيس هن ڍنڍ جي بيهڪ ۽ منظر موهي وڌو ۽ ڍنڍ جي وچ واري ٻيٽاريءَ تي هڪ شاندار محل ٺهرايائين. جنهن ۾ پاڻ ۽ سندس پائر وقت بوقت اچي رهندا هئا. جنهن بعد هن سڪرنڊ جي موجوده پراڻي شهر جي چوڌاري هڪ قلعو ٺهرايو ۽ شهر جو نالو پنهنجي نالي پنيان 'فتح آباد' رکايو. ان جو ذڪر مير حسن علي خان پنهنجي ڪتاب 'شاهہ نامہ سنڌ' عرف ڪلهوڙن جي هار ۾ پڻ ڪيو آهي.

نوجوان محقق ماڻڪ ملاح جي تحقيق موجب سڪرنڊ، سنڌ جو وچولي ساهتي پرڳڻي جو قديمي شهر آهي، جيڪو نوابشاهہ ضلعي (هاڻي بينظيرآباد) ۾ اچي ويجي ٿو سڪرنڊ جي نالي بابت مختلف روايتن موجب ڪنهن سڪرنڊ کي هڪ 'مهاڻي' جو نالو سڏيو آهي. ڪنهن هن شهر کي سِڪ سان تشبيهہ ڏيندي 'سڪ + رنڊ' جو ميلاپ ڪوٺيو آهي تہ ڪنهن هڪ سڪ عورت ۽ سکر جهڙن نالن سان شهر کي 'سڪ + رانڊ' جي نسبت سان ظاهر ڪيو آهي. ڪن وري 'سڪاريو'، 'سڪريو' نالي ميربحر جو ذڪر ڪندي 'سڪر ڍنڍ' يا 'سڪر ڍنڍ' يعني سڪي ستابي ڍنڍ جي نسبت سان نروار ڪيو آهي. ڪن وري ميرن جي دور سان لاڳاپو رکندڙ عظيم الدين ٺٽويءَ جي لکيل فارسي ڪتاب 'فتح نامہ سنڌ' ۾ ذڪر هيٺ آيل 'شڪر گنج ڪولاب' يا 'شڪر دهنده' جو بگڙيل نالو ڪوٺيو آهي. هي ڍنڍ ميرن جي صاحبيءَ جي چٽيءَ وچي ٿي، عظيم الدين ٺٽويءَ لکيو آهي تہ مير فتح علي خان ٽالپر جي حڪم تي 'شڪردهنده' جي وچ ۾ هڪ عاليشان پٿرائون محل بہ جوڙيو ويو هو ۽ هن ڍنڍ جو پاڻي مٺو هئڻ ڪري ان کي 'شڪر ڍنڍ' (مٺي پاڻيءَ جي ڍنڍ) سڏيو ويندو هو.

تحقيق موجب سڪرنڊ جي ڏاڪٽي جهوليءَ ۾ هڪ ڍنڍ هوندي هئي. ان ڍنڍ جو عروج ۽ زوال سڪرنڊ سان لاڳاپيل تليءَ ۽ مياڻ ڳوٺن جي ملاحن جي اکين آڏو گذريو آهي.

سڪرنڊ جي اولهہ طرف سنڌو درياهہ کي بچاءَ بند ٻڌڻ کانپوءِ بہ هن ڍنڍ ۾ پاڻي اچڻ بند نہ ٿيو. 1953ع تائين هي ڍنڍ پاڻيءَ سان تاروتار هوندي هئي.

مير علي شير قانع ٺٽويءَ جي ڪتاب 'معيار سالڪان طريقت' فارسي قلمي (عڪس. برٽش ميوزيم برطانيه) ص 218 تي سڪرنڊ بابت اصل فارسي عبارت هن ريت ملي ٿي:

'ملا ساند بزرگي معروف وقت. قرب ڪولاب سڪرنڊ.

زميني وسيع بنامش نامي اولادي. ڪشير دارد'

هن عبارت ۾ ڪولاب سڪرنڊ ڄاڻايو ويو آهي. 'ڪولاب سڪرنڊ' (سڪرنڊ جي ڍنڍ) لفظ آهي، جنهن مان خبر پوي ٿي ته اهو نالو ميرن جي دور جو 'شڪر ڍنڍ' نه آهي. سڪرنڊ واري علائقي ۾ چوطرف ڍورا، ڍوريون، ڍنڍون، واهه ۽ تليون موجود رهيون آهن. سنڌوءَ جون الهڙ ڇوليون هن علائقي جي هيٺين علائقن کي پري ڇڏينديون هيون.



سڪرنڊ جي هڪ مِل

ٻئي طرف هندو ڌرم، ٻڌمت ۽ گرونانڪ جي مڃيندڙ لوڪن جا يادگار علائقا- ڪالاڙو، پراڙو، دڙ، چن ۽ ٻانو ڀڻ هن علائقي ۾ موجود آهن. گرونانڪ جي گرنٿ ۾ ٻاٽي سنڪريڊ (دل لڳي يا ڪلنڊڙ)، اڪرنڊڙ (روڻ ۽ ٻاڏائڻ)، مڪرند (گلن جي رس)، سڪرند (عمدي ماڪيءَ جو ماناري ڳتيل) جهڙا نالا ملن ٿا، جن مان اندازو ٿئي ٿو ته هي علائقو هندو ڌرم، ٻڌمت ۽ خاص ڪري گرونانڪ جي پوئلڳن جو پڻ علائقو هو.

سڪرنڊ شهر جي وچ واري حصي ۾ سڪن جو قديم گردوارو موجود هو، جنهن جي قدامت واري سر ۽ ڪشادي هوادار عمارت هندستان ۾ بابري مسجد وارن فسادن واري وقت نوازشريف جي دور ۾، سڪرنڊ جي اردو ۽ پنجابي آباديءَ جي شرپسندن ۽ مهراڻ ڪالونيءَ جي ٻروچن ڍاهي پٽ ڪري ڇڏي هئي. سڪرنڊ ۾ اهي قديم اهڃاڻ ٻڌائين ٿا ته پراڻي سڪرنڊ وارو دور سنڌي سکن/ هندن جي رهائش ۽ پوڄا پاٺ جو قديمي مرڪز هو. ان جي ساک ان جاءِ تي موجود صديون پراڻي پپر جي وڻ جو ٽُڙ ۽ پراڻي گدامڙيءَ جو وڻ اڄ به ڏئي رهيا آهن. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ کان ايندڙ هندو ۽ سک ياتري اڄ به هن وڻ جي ڇوڏن ۽ پنن کي عقيدت مان ڪٽي ويندا آهن. هتي هڪ قديمي سماڌي 'گروءَ' جي نالي سان آهي، جنهن کي عام ماڻهو جهنڊي وارو پير به چون ٿا. هندو ڌرم جا پوئلڳ اڄ به اتي ڪبيرداس جا دوها ۽ گُرباڻي ڳائيندا آهن. گرونانڪ جي ٻاڻيءَ ۾ 'سڪرنڊ' گلن جي رس کي چيو ويو آهي. هنديءَ ۾ 'س' معنيٰ عمدو، اعليٰ، سٺو ۽ ڪرند معنيٰ ماکيءَ جي ماناري جهڙو ڳتيل، ان ڪري سڪرنڊ، 'س + ڪرنڊ' جو ميلاپ به ٿي سگهي ٿو جنهن جي معنيٰ ڪشادو، عمدو، پاڪ، سٺي ٻاٽيءَ، خوشين سان ڀرپور ماکيءَ جي مانري جهڙو ڳتيل وسندڙ ماڳ/ شهر ٿي سگهي ٿو.

سڪرنڊ تعلقي ۾ ميرن جي وقت جو هڪ ڪچو قلعو دليل ديرو اڄ سوڌو سڪرنڊ-نوابشاهه روڊ تي موجود آهي. هن گول ڪوٽ جي ايراضي اٺن ايڪڙن تي مشتمل آهي. ڪوٽ جي پٽ جي ويڪر 22 فوٽ ۽ اوچائي سٺ فوٽ آهي. قلعي کي ٻارنهن مورچا آهن. قلعي جون ديوارون ايٽرين مضبوط ۽ ويڪريون آهن، جو ديوارن تي به بيل گاڏيون هڪ ٿي وقت هلي سگهن ٿيون.

1843ع ۾ انگريزن سنڌ ملڪ کي قبضي ۾ آندو. سنڌ ملڪ جي سروي ڪري سنڌ کي انتظامي لحاظ کان ٽن ضلعن ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور ضلعن ۾ ورهايو ويو. 1845ع ۾ سڪرنڊ کي حيدرآباد ضلعي جي تعلقي جي حيثيت ڏني وئي ۽ تعلقي جي هيڊ جو پٽر رکيو ويو.

سڪرنڊ شهر ڇهه چورس ميلن ۾ پکڙيل آهي. هن شهر جي آبادي لڳ ڀڳ پنجويهه هزار آهي. پڊعيدن لائين، ٽنڊي آدم ريلوي سيڪشن تي هڪ اهم ريلوي جنڪشن هن شهر ۾ هئي، جيڪا اڄ ڊٺي وئي آهي. آر. ڪي ٽيڪسٽائل ملز ۽ تلي ٽيڪسٽائيل ملز هتي جا اهم صنعتي ادارا رهيا آهن. ٻين ننڍين صنعتن ۾ اٽو پيهڻ، برف ٺاهڻ ۽ ڪپهه ٽاٽڻ جون صنعتون شامل آهن. هتي ٻيلي کاتي جا به ريسٽ هائوس به تعمير ڪيا ويا آهن. هتي عوامي تفريح لاءِ شاهه نور سينيما آهي. سڪرنڊ ۾ ٽائون ڪميٽي، چار بوائز اسڪول، پرائمري اسڪول ۽ گرلس مڊل اسڪول، بوائز هاءِ اسڪول، ڪاٽن ريسرچ انسٽيٽيوٽ، زرعي تربيتي ادارو (هاٽي يونيورسٽي) قائم آهي. سڪرنڊ تعلقي جي قاضي احمد شهر ۾ 'ناز باغ' مشهور آهي، جيڪو شاليمار باغ لاهور جي نموني ٺهيل آهي. هن تعلقي ۾ محراب پور، دليل ديرو، لاکا، ڏڙو مگسي، صابو راهو، ڄام ڏاتار، پنهل خان چانڊيو، مجيد ڪيريو، شادي خان چانڊيو، پير ذاڪري ۽ ٻيا ڪيترائي اهم ڳوٺ ۽ شهر آباد آهن.

ايم. آر. ڊي سانحو پڻ هن تعلقي سان واسطو رکي ٿو، جنهن دوران چانڊين جي چڱي مڙس ۽ سماج سڌارڪ پنهل خان چانڊيي ايم. آر. ڊي تحريڪ ۾ قبيلي راڄ ۽ آس پاس جي ڳوٺن، واهڻ ۽ وستين جي ماڻهن سان تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ مانائتو ڪردار ادا ڪيو. جمهوريت جي بحاليءَ لاءِ 29 ڊسمبر 1983ع تي ڳوٺ پنهل خان چانڊيي جي سامهون سڪرنڊ کان چوٿين ميل وٽ، نيشنل هاءِ وي وٽ ڌرڻو هنيو. ان دوران فوجين پاران ڌرڻو هڻندڙن تي گوليون هلايون ويون، جنهن ۾ 16 ڄڻا شهيد ٿي ويا ۽ ڪيترائي زخمي ٿي پيا. هن واقعي ۾ شهيد ٿي ويلن ۾ ٺارو چانڊيو، رجب چانڊيو، علي شير چانڊيو، غلام مصطفيٰ چانڊيو،

پير بخش چانڊيو، محمد عرس چانڊيو، صديق چانڊيو، گلاب چانڊيو، محمد هاشم خاصخيلي، محمد رمضان خاصخيلي، جانب خاصخيلي، ميرل خاصخيلي، علي گل خاصخيلي، الله رکيو سولنگي، محبوب سولنگي ۽ حسين بخش مگڻهار شامل هئا، جڏهن ته رئيس پنهل چانڊيي ۽ غلام عباس چانڊيئي سميت ڪيترن کي زخمي حالت ۾ گرفتار ڪيو ويو.

سڪرنڊ شهر واپار جي حوالي سان تمام گهڻي اهميت رکي ٿو.

تعلقي سڪرنڊ جي مشهور سياستدانن ۾ سيد امداد محمد شاهه (مرحوم)، سيد شبير احمد شاهه (مرحوم)، حاڪم علي زرداري (مرحوم)، علي نواز انڙ (مرحوم)، رئيس غلام نبي رند (مرحوم)، غلام عباس چانڊيو، بشير احمد شاهه، غلام قادر چانڊيو، غلام رسول انڙ، امير احمد چانڊيو (مرحوم)، سيد زين شاهه، سيد منير شاهه، سيد غلام مصطفيٰ شاهه ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. اديبن ۾ مير محمد پيرزادو، خاڪي جويو، عبدالرحمان منگيو (مرحوم)، تاج جويو، محمد صديق منگيو، ڊاڪٽر عبدالرسول قادري، خادم حسين چانڊيو، سونو خان ملاح (مرحوم)، ولڻ ملاح (مرحوم)، ساحر راهو، ماڻڪ ملاح، امان الله راهو، رحمت پيرزادو، سائل پيرزادو، مٺل ملاح (مرحوم)، اسحاق سومرو، معشوق ڌاريجو، مشتاق سومرو، روشن ظفر راهو، اصغر تنها، ثناءُ الله خاصخيلي (مرحوم)، علي خان چانڊيو (مرحوم)، سرور ڪيريو ۽ ٻيا قابل ذڪر آهن.

**سکل بلاول** (راڳ): هي بلاول ٺاٽ جو سمپورن راڳ آهي ۽ بلاول جو پڻ هڪ قسم آهي. هن راڳ جي ڳائڻ جو وقت صبح جو پهريون پهر آهي، هن راڳ جو وادي سر مڌم (ما) ۽ سموادي سر کرج (سا) آهي. هن راڳ ۾ رکب تمام گهٽ ۽ گلي جي اشاري سان ڏيکارڻو آهي. سکل بلاول ڪلاسيڪل راڳ جي قانون مطابق اترانگ جو راڳ آهي. يعني سرگم جي ٻئي اڌ حصي ۾ ظاهر شڪل ٿي پوندي آهي. شاهه لطيف جي راڳ جي روپ ۽ قانون مطابق انهن جو اثر ڪوهياري ۽ سسئي آبريءَ ۾ به نظر اچي ٿو پرپٺائيءَ جي سرن جي چالي جو قانون تار استائي انگ جو آهي، تنهنڪري سکل بلاول ڪلاسيڪل چالي ۾ اچي ٿو. هن راڳ ۾ ڌيوت (ڌا) کان مڌم (ما) تي اوچتو اچڻ تمام گهڻو خوبصورت انگ لڳندو آهي. هر راڳ جو روپ پڻ وکرانگ ڏيڏيءَ واري روپ جو آهي. ڪجهه پنڊت ۽ نائڪ هن راڳ ۾ ڪومل نڪاد (ني) جو سر به استعمال ڪندا آهن. هن راڳ ۾ گوڙ سارنگ جو انگ به نظر ايندو آهي.

آروهي: سا-گي-ما-ما-پا-نا-ڌي-پا-ڌي-ني-سا

امروهي: سا-ني-ڌي-نا-ڌي-پا-ما-گي-ري-ما-ري-سا

راڳ، سکل بلاول جو ڪلاسيڪل چالو

سا-گي-ما-ما-ري-پا-ما-گي-ما-ري-پا-ڌي-پا-ما-گي-ري-سا

ني-سا-گي-گي-ما-ري-پا-ڌي-ما-ما-پا-ڌي-نا-ڌي-پا-ما-ما-ري-پا-ڌي-ما-ما-گي-ري-سا

سا-گي-ما-پا-ني-سا-ري-سا-سا-ما-ما-ما-پا-ڌي-نا-ڌي-پا-ڌي-ما-ري-پا

ما-گي-ري-گي-ما-ما .

**سڪندر آرٽ گئلري**: سڪندر آرٽ گئلري نوابشاهه شهر، ضلعي شهيد بينظيرآباد ۾ واقع آهي. هيءَ گئلري مصوريءَ جي فن، ڪاشيگري ۽ هٿ جي هنرن جو شاهڪار نمونو آهي. هيءَ انجنيئرنگ ۽ آرڪيٽيڪچر جو ننڍڙو ماڊل پڻ آهي، جنهن جو باني سنڌ جو نامور مصور قاضي خضر حيات آهي.



سڪندر آرٽ گئلري 600 گزن جي پلاٽ تي قائم ڪئي وئي آهي. هن ۾ ٻه وڏا هال آهن، جن ۾ مختلف ڪارنر قائم ڪيل آهن. ايلويشن ۾ ڪانن واري فريم ٽائيل، ان جي هيٺيان ڇهن انچن جو ٽائيل بارڊر مونو گرام وارو سلائيڊنگ دروازو، آدم قد درين ۾ هٿ ٻڌي آڏر پاءُ ڪنڊڙ عورتن جا اسٽيل گرل ماڊل خوبصورتيءَ جو نمونو آهن. گئلريءَ جي ڪمرن ۾ داخل ٿيڻ کان پهريان راهداريءَ جي بلو ٽائلن واري لائونج اندر شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي جي رنگين موزئڪ وارو آدم قد ميورل ٺهيل آهي، جنهن جي سيد قائم علي شاهه پنهنجي پهرين وڏ وزارت واري دور ۾ سڪندر آرٽ گئلريءَ جو افتتاح ڪيو هو. گئلريءَ جي اولهه واري پٽ تي ديوار جي سائيز جو سنڌ جو نقشو، ڪعبۃ الله شريف جي وڏي تصوير ۽ قرآن شريف جي آيتن جا خوبصورت اسڪيچ لڳل آهن. هال جي ٻاهران ڪنڊ ۾ ڀُٽي صاحب جو ٽائيل تي مشتمل اسڪيچ 1981ع جو تيار ڪيل آهي، ان ڪانسواءِ ڀُٽي خاندان جا ننڍا وڏا پورٽريٽ لڳل آهن، جن ۾ شهيد مير مرتضيٰ ڀُٽي جو پورٽريٽ وڌيڪ نمايان آهي. گئلريءَ جي ورانڊي جي ڪاشيءَ جي پيلين ڊڪٽين واري گرل ڏسڻ وٽان آهي، اتي اسٽيل گرل سان قائد اعظم ۽ سندس ڀيڻ فاطمه جناح جو پورٽريٽ به ڏسڻ وٽان آهي.

هن گئلريءَ ۾ ست جدا جدا ڪارنر ٺاهيل آهن. جن ۾ خطاطي ڪارنر، قرآني آيتن، پاڪ نالن، شاهه سائين جي بيتن، الله تعاليٰ جي 99 صفاتي نالن ۽ رسول پاڪ جي نالن جون 4 عدد وڏيون ميورس تي مشتمل آهي. هنن تي رنگين ڪيليگرافيءَ سان تمام سهڻو ڪم ٿيل آهي. گئلريءَ ۾ مختلف ڪارنر قائم آهن:

**ڪلچرل ڪارنر**: سنڌي ثقافت جي حوالي سان هن ڪارنر ۾ مختلف رنگين ٽائيلون، رنگين ثقافتي تصويرون، ڪاشيءَ جا ننڍا گلدستا ۽ وڏا گلدان نهايت وڻندڙ آهن.

**لئنڊ اسڪيپ ڪارنر:** هن ڪارنر ۾ سنڌ جي واهن، وڪڙن، درياهن، ماڳن ۽ مڪانن جون ڪيترئون وڏيون تصويرون ۽ ننڍيون ٽائيلن تي پينٽ ڪيل تصويرون سجايل آهن.

**پورٽريٽ ڪارنر:** هن ڪارنر ۾ ملڪي توڙي غير ملڪي مشهور شخصيتن جا پورٽريٽ، ٽائيلن تي وڏين پليٽن تي ٺهيل آهن. جن ۾ مڏر ٽريسا، سائين جي. ايم سيد، پير سائين پاڳارو، ايڇ. ايم خواجا، قاضي فيض محمد، استاد بخاري، قاضي عبدالحئي قائل ۽ ٻين اهم شخصيتن جا پورٽريٽ محنت سان ٺاهي لڳايا ويا آهن.

**مشاهيرن جو ڪارنر:** هن ڪارنر ۾ عالمي سطح کان وٺي پوري سنڌ جي عالمن، بزرگن، شاگردن، استادن ۽ قومي خدمت ڪندڙ ڪيترين ئي شخصيتن جا ٽائيلن تي فريم ڪيل اسڪيچ نمائش لاءِ رکيل آهن. جن ۾ ڊاڪٽر افغان، مظهرالحق صديقي، نثار صديقي، علامه آءِ آءِ قاضي، ايلسا قاضي، ڊاڪٽر غلام علي الانا، ايس. ايم قريشي، محمد ميان سومرو قابل ذڪر آهن.

**پراڻي ڪاشي ڪارنر:** هن ڪارنر ۾ پراڻي ڪاشيءَ جا نمونا، فيض محل خيرپورميرس، قلندر لعل شهباز، سچل سرمست جي روضن، خداآباد مسجد ۽ پنيور مان هٿ ڪيل پراڻي ڪاشيءَ جا ڪجهه نمونا رکيل آهن. ان ڪانسواءِ نوشهري فيروز مدرسي مان هٿ فارسيءَ ۾ لکيل 1858ع ڌاري جون ٽائيلون ۽ هالا جون 1929ع ڌاري جون ٽائيلون سنڀالي سنواري رکيل آهن.

**شهيد راڻي بينظير ڀٽو ڪارنر:** هن ڪارنر ۾ شهيد بينظير ڀٽو جا 10 وڏا پورٽريٽ ۽ لاتعداد ننڍا ننڍا اسڪيچ موجود آهن، جيڪي خوبصورتيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهن.

سڪندر آرٽ گئلري ملڪي توڙي غير ملڪي ماڻهن لاءِ هر وقت کليل رهي ٿي.

**سڪندراعظم:** سڪندراعظم کي سڪندر مقدوني (ٽيون) ۽ اليگزينڊر دي گريٽ (Alexander the Great) به چيو وڃي ٿو. هو 33 سالن جي عمر جو دنيا جو تمام وڏو فاتح ۽ شهنشاهه ٿي گذريو آهي.



سندس ڪردار ۽ شخصيت جي مڃتا يونان جي تاريخ نويسن کان وٺي سڄيءَ دنيا جي مؤرخن وٽ ملي ٿي. هو هڪ باهمت، با اصول ۽ انفراديت پسند انسان هو، جنهن جي شخصيت ۾ يوناني قوم جا اعليٰ آدرشي گڻ سمايل هئا.

هن نه رڳو دنيا جي مختلف رياستن ۽ تهذيبن: مصر، عراق، ايران ۽ سنڌو ماٿريءَ جي اولهندي پاڱي کي پنهنجي طاقت جي زور تي قبضي هيٺ آندو، بلڪ هن جنهن به رياست کي فتح ڪيو، اتان جي تهذيب ۽ تمدن جو قدر ڪيو. قومي ۽ مذهبي تعصب کي ختم ڪري انساني زندگيءَ جي اعليٰ قدرن جي پاسداري ڪئي. ڌارين سان سٺو سلوڪ رکڻ ۾ ڪين اعليٰ مرعاتن ڏيڻ ڪري يوناني فوج جا ڪيترا سپهه سالار ۽ ويجها عزيز سندس خلاف ٿي پيا. ان ڪري نه فقط وقت سر بغاوت کي ڀنجو ڏنو پر پنهنجي فوج جي باغين کي موت جي سزا به ڏني، جن ۾ ڪي سندس ويجها دوست ۽ عزيز به شامل هئا.

هن پنهنجي فوج ۾ ٻين قومن سان تعصب پسنديءَ کي ختم ڪرڻ جو رجحان پيدا ڪيو ۽ هڪ ارڏي اڳواڻ جي حيثيت سان پنهنجي فوج سان محبت، خلوص ۽ رواداريءَ وارو سلوڪ رکيو. جنهنڪري ڪيس ايشيائي قومن ۾ هڪ لوڪ ڪردار ۽ هڪ مثالي انسان جي حيثيت سان ياد ڪيو وڃي ٿو.

يونان جي تاريخي روايت موجب سڪندراعظم جو جنم قديم يوناني رياست مقدونيا (Macedonia) جي تخت گاهه پيلا (Pella) ۾، يوناني سال موجب هيڪاٽومبين (Hekatombain) مهيني جي ڇهين ڏينهن مطابق 20 يا 21 جولاءِ 356 ق. م ۾ ٿيو. پر ڪي محقق ۽ مؤرخ سندس جنم جي تاريخ تي متفق نه آهن. سندس پيءُ فلپ (ٻيو) ان وقت مقدونيا جي رياست جو بادشاهه هو ۽ سندس ماءُ اولمپئيس (Olympias) ايپيرس (Epirus) جي بادشاهه نيئوپٽولمس پهرئين جي ڌيءَ هئي، جيڪا فلپ جي ستن يا اٺن زالن مان هڪ هئي. سندس ماءُ اها دعويٰ ڪئي هئي ته: "سڪندر يوناني ديوتا 'زيوس' (Zeus) جو پٽ آهي ۽ ڪيس ديوتا زيوس کان سواءِ ڪوبه گرپ واري ڪري نه ٿو سگهي."

سڪندراعظم جي پرورش شاهي خاندان ۾ ٿي هئي. سندس بنيادي تعليم لاءِ ليونيداس (Leouidas) جهڙي سخت استاد کي مقرر ڪيو ويو، جيڪو سندس ماءُ جو ويجهو عزيز هو. جنگي مهارت توڙي بادشاهي گر سکڻ لاءِ فلپ پنهنجي جنرل ليسيمئڪس (Lysimachus) کي سڪندر جي تربيت جو حڪم ڏنو. سڪندر لکڻ، پڙهڻ، بربط (Lyre) وڄائڻ، گهوڙي سواري ڪرڻ، وڙهڻ ۽ شڪار ڪرڻ جو فن سکيو. ڏهن سالن جي ڄمار ۾ سندس پيءُ فلپ ٿيسليءَ جي واپارين کان ڪيس پلو گهوڙو خريد ڪري ڏنو. جنهن کي سڪندر پنهنجو وفادار گهوڙو سمجهندو هو. سڪندراعظم هن گهوڙي جو نالو 'بيوسي فالس' (Bucephalas) رکيو هو.

سڪندر جڏهن 13 سالن جو ٿيو ته سندس بهتر تعليم لاءِ ارسطو جهڙي عظيم استاد کي مقرر ڪيو ويو.

ارسطو فلپ جو شاهي ملازم ۽ طبيب هو. پر ڪن ڳالهين جي ڪري فلپ سان سندس ناراضگي به هئي، شاهي حڪم موجب ارسطو سڪندر کي تعليم ڏيڻ جي ڳالهه قبول ڪئي، پر هن ڪجهه شرط رکيا، جيڪي هئا ته بادشاهه فلپ پاران تباهه ڪيل ارسطوءَ جي اباڻي

شهر 'اسٽيگرا' کي ٻيهر تعمير ڪرائي، اتان جي رهواسين کي غلاميءَ مان آزاد ڪري، ڪين مروج معاوضي کان وڌيڪ معاوضو ڏني وڃي. فلپ اهي شرط قبول ڪيا، جنهن ڪانپوءِ سڪندر 16 سالن جي ڄمار تائين ارسطو وٽ تعليم حاصل ڪئي، جنهن جو مٽس تمام گهڻو اثر ٿيو. تعليم حاصل ڪرڻ دوران سندس ڪيترا دوست ۽ ساٿي ٿيا، جيڪي بعد ۾ سڪندر جا سهڪاري ۽ جرنيل بڻيا.

16 سالن جي ڄمار ۾ سڪندر جي پيءُ فلپ کيس مقدونيا ۾ ولي عهد مقرر ڪري پاڻ بطنطيني علائقي تي ڪاهي ويو، جنهنڪري پويان ٿريشيا جي مائيدي قبيلي سڪندر کي ٻار سمجهي بغاوت ڪئي، پر هن ننڍيءَ عمر ۾ پنهنجي فوجي صلاحيت ۽ بهادريءَ سان ان بغاوت کي ختم ڪيو، جنهن ڪانپوءِ يونان جي شهري رياستن پاڻ ۾ الحاق ڪري مقدونيا تي ڪاهه ڪئي، جنهن جو به هن منهن ٽوڙ جواب ڏنو. ان وقت سندس عمر 18 سال هئي. ان بعد سندس پيءُ فلپ سندس ماءُ کي طلاق ڏني، جنهنڪري هو پنهنجي ماءُ سان گڏ هليو ويو ۽ کيس شاهي ورهاست کان محروم ڪيو ويو. 336 ق.م ڌاري هڪ وڏي سازش هيٺ سندس پيءُ فلپ (ٻيو) قتل ٿي ويو، هي هڪ وڏو واقعو هو، جنهنڪري شاهي خاندان خلاف بغاوت شروع ٿي. مقدونيا جي ماڻهن فلپ جي قتل جو الزام سڪندر ۽ سندس ماءُ تي مڙهيو، پر بعد ۾ اهو الزام غلط ثابت ٿيو فلپ کي سندس نياڻيءَ جي ور امير نوجوان 'پاسسا نياس' شاهه ايران طرفان آچيل لالچ تي قتل ڪيو هو. سڪندراعظم تخت گاهه واري شهر (Pella) ۾ داخل ٿيو ۽ فوج سندس استقبال ڪري کيس پنهنجو بادشاهه مقرر ڪيو. پوءِ هن لنڪيسٽس ۽ ٿيسلي طرف قدم وڌايا. آخر يونان ۾ کيس مهاراجا تسليم ڪيو ويو.

سڪندر جي پيءُ فلپ پنهنجي حياتيءَ ۾ ايشيا تي ڪاهه ڪرڻ جو سوچيو هو، جنهن لاءِ يونان جي شهري رياستن ۽ مختلف علائقن اتحاد ۽ ارادو ڏيکاريو هو، پر فلپ جي وفات ڪانپوءِ اهو خواب اڌورو رهجي ويو، ان ڪري سڪندراعظم 335 ق.م ڌاري يوناني اتحاد (Greek league) جو اجلاس ڪوٺايو، جنهن ۾ کيس يونانين 'جنرلسمو' (Generalismo) چونڊيو. پادرين ۽ مذهبي اڳواڻن کيس Invincible (ڪڏهن به نه هارائيندڙ) جو خطاب ڏنو. اهڙيءَ طرح سڪندراعظم ايشيا تي ڪاهه جي شروعات 334 ق.م ڌاري بهار جي موسم ۾ ڪئي ۽ مقدونيا رياست ۾ 'آئنٽي پاٽر' کي پنهنجو ولي عهد مقرر ڪيو.

ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ چواڻي ته سڪندراعظم جي فوج ۾ 30 هزار پيادا ۽ 5000 گهوڙيسوار سپاهي شامل هئا، پر ڊاڪٽر عطا محمد ڀنڀري 'ٿالمي' جو حوالو ڏيندي ڄاڻايو آهي ته سندس فوج ۾ 12 هزار پيادا ۽ 1500 گهوڙيسوار يوناني فوجي هئا، جن جا مختلف فتحن بعد انگ اکر تبديل ٿيا ٿي. ان سان گڏ هن جي منصوبا بندي ۽ حڪمت عمليءَ ۾ ڪيترا بهادر، سپه سالار، عالم، سائنسدان، درباري عملدار ۽ تاريخ نويس شامل هئا.

سڪندر سڀ کان اڳ 333 ق.م ڌاري وسيع ايراني حڪومت جي يوناني علائقن 'اناطوليه' (ايشيا مائينر) جي مختلف شهرن کي فتح ڪيو، جنهن ڪانپوءِ تاروس جي جبلن مان لنگهي 'تارسس' شهر پهتو، جتي طبيعت ناساز ٿيڻ بعد ڪجهه وقت ترسيو، اتي کيس هڪ گمنام خط مليو، جنهن ۾ آگاهه ڪيو ويو هو ته سندس طبيب فلپ، ايران جي ڪياني شهنشاهه دارا کان رشوت وٺي کيس زهر ڏئي مارائڻ چاهي ٿو. سڪندر پنهنجي طبيب فلپ کي اهو ئي خط ڏيکاري، کيس خط ۾ لکيل دوا تجويز ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ صحتيابي حاصل ڪئي، جتان پوءِ ساڳئي سال 'سليشا' طرف رخ رکيائين، جتي دارا تمام وڏي فوج سان سندس مقابلو ڪيو، پر کيس شڪست نصيب ٿي ۽ جان بچائي فرار ٿي ويو ۽ سندس مال، خزانو ۽ خاندان سڪندر جي قبضي ۾ آيو.




جتان پوءِ شام، لبنان ۽ دمشق تي قبضو ڪيائين. طائر ۽ فلسطين جو غزه شهر سندس جنگ سان تباهيءَ کي پهتا. مصرين سندس استقبال ڪيو، جيڪي ايراني تسلط کان تنگ ٿي چڪا هئا. سڪندر مصرين جي سياسي، سماجي ۽ مذهبي روايتن کي قائم رکيو ۽ 331 ق.م ڌاري اتي پنهنجي نالي تي اسڪندريه بندرگاهه تعمير ڪرايائين، جيڪو اڄ به سندس يادگار طور موجود آهي. ان دوران دارا وچ ۾ صلح جي آڇ به ڪئي، جيڪا هن بار بار رد ڪئي. دارا ڪيترو مال غنيمت ڏيڻ لاءِ تيار هو، پر هن اهو جنگ تحت حاصل ڪرڻ چاهيو ٿي. آڪٽوبر 331 ق.م ڌاري نينوا ۽ اربيلا جي وچ ۾ گوگا ميلا جي ميدان تي زبردست جنگ لڳي، جنهن ۾ سڪندر جي فوج ايراني فوج جي رٿ گاڏين جي حملن کان بيزار ٿي رٿ ڏني ته رات جي وقت اوچتو حملو ڪجي، پر سڪندر اها رٿ منظور نه ڪئي ۽ جواب ڏنائين ته: "آءٌ ڪنهن چور وانگر فتح کي نه چورائيندس". هيءُ ڏينهن جنگ جو ميدان سينگاريو ويو، جنهن ۾ کيس فتح نصيب ٿي، ايراني فوج ۾ ڀاڄ پئجي وئي ۽ دارا هڪ ڀيرو ٻيهر فرار ٿي ويو. بعد ۾ بابل ۽ سوسه جا دروازا سڪندر لاءِ کوليا ويا، جتان کيس ڪيترو خزانو حاصل ٿيو. ان ڪانپوءِ ايران جي شهنشاهه دارا جي ڪياني حڪومت جي تخت 'پرسيپولس' (جنهن کي 'تخت جمشيد' سڏيو وڃي ٿو) ۾ سڪندر وڏي طمطراق سان داخل ٿيو ۽ دنيا جي

عجوبي 'تخت جمشيد' کي باهه ڏئي رک ڪرائي ڇڏيائين. ان بعد هن ايرانين ۽ يونانين جي اتحاد لاءِ عملي قدم کنيا. ايراني اميرن ۽ عالمن کي ساڳين منصبن ۽ عهدن تي قائم رکيائين، ايرانين ۽ يونانين جي باهمي شادين ۽ سڱابنديون ڪرايائين. ان ڪري سندس فوج مان نائب جنرل 'پارسينين' ۽ سندس پٽ 'فلوٽاس' بغاوت ڪئي. سڪندر ٻنهي کي موت جي سزا ڏني. ان سياسي حڪمت عمليءَ هيٺ سڪندر ايران جي امير جي ڌيءَ رخسانه (روگزانه) سان شادي ڪئي ۽ سندس عملدارن کي ايراني عورتن سان شاديون ڪري گڏيل نسل پيدا ڪرڻ تي زور ڀريائين. جنهنڪري سندس ويجهو ياءُ 'ڪليٽس' ساڻس وڙهي پيو، جنهن کي به قتل ڪيائين. ارسطو جو ڀائٽيو 'ڪالس ٿينيز' (Callisthenes) به سڪندر جي قتل جي سازش ۾ ملوث هو، ان کي به موت جي سزا ڏنائين. ايران جا علائقا فتح ڪندي سڪندر پنهنجي مخالف دارا کي هڪ ايراني سترپ صوبي جي قيد ۾ ڏٺو، جيڪو سخت زخمي حالت ۾ هو هن سندس زندگي بچائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر دارا دم ڏئيءَ حوالي ڪيو. چون ٿا ته سڪندر پنهنجي دشمن جي موت تي رنو ۽ ڪيس شاهي نموني دفن ڪرايائين. دارا (ٽئين) جي مرڻ ڪانپوءِ ڪياني حڪومت جو خاتمو ٿيو. جنهن بعد دارا جي موت جي ذميوار باغين پنيان پيو، آمون درياهه ٽپي، سير درياهه جي ڪناري سان آباد سمورن سٿين قبيلن کي فتح ڪري 328 ق.م ڌاري سموري 'سوگدانيه' جو مالڪ بڻيو. جتان پوءِ بلخ مان برصغير ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ داخل ٿيو. ميسوپوٽيميا، ايشيا مائينر، ايران ۽ عراق جي تهذيبن تي فتح پائڻ کانپوءِ ايرانين کيس 'شهنشاهه' ۽ 'سڪندر اعظم' جو لقب ڏنو.

ٻڌا پرڪاش جي لکڻ موجب سڪندر، مئي 327 ق. م ڌاري هندستان (سنڌو ماٿري) ڏانهن پيش قدمي ڪئي هئي، هندوڪش پهاڙي سلسلي کي عبور ڪرڻ بعد نڪايا يا نيسيا شهر (موجوده جلال آباد) کي فتح ڪيائين. سڪندر پنهنجي فوج کي ٻن حصن ۾ ورهائي، پيادل جٿي جي سرواٽي ڪمانڊر هينائيشن ڪئي ۽ گهوڙيسوار دستي جي قيادت جنرل پرڊيڪاس جي حوالي هئي. جنهن ڪانپوءِ ڪابل، قنڌار ۽ سوات جا علائقا سڪندر جي قبضي هيٺ آيا. ان ڪانسواءِ آزاد قبيلن کي فتح ڪري پاڻ کي مضبوط ڪيائين.

ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ موجب هندوڪش جي پهاڙي سلسلي کي پار لنگهڻ ڪانپوءِ 'پيرسر' جي نا قابل تسخير ڪوٽ تي قبضو ڪيائين. بهرحال ان ڪان پوءِ واديءِ ڪنهڙ جي قبيلن کي زير ڪيائين، جيڪي ڪمبوج خاندان جي ڪيترين شاخن مان هئا، انهن هميشه ٻاهرين ۽ غير ملڪي حملي آورن سان مزاحمت ڪئي هئي. سڪندر مٿن فتح حاصل ڪري، ساگ گڙهه، باجوڙ ۽ آسپاس جي علائقن ۾ پهتو، جن سندس اطاعت قبول ڪئي.

فتح حاصل ٿيڻ ڪانپوءِ مقدوني فوج وڏو جشن ملهايو. آفريدي قبيلي جي سردار 'افريڪس' 20 هزار فوجين ۽ 15 هاٿين سان سڪندر جي مزاحمت ڪئي، پر بدقسمتيءَ سان سندس فوج ۾ نفاق پيدا ٿي پيو، جنهنڪري افريڪس جو سر قلم ڪري فوج سڪندر جي پيرن ۾ اچي رکيو.

326/27 ق.م ۾ سڪندر سنڌو ماٿريءَ ۾ پهچي چڪو هو. قنڌار کان سندس پيش قدمي جاري هئي ۽ مختلف علائقن ۾ 'ڪوفائيوس' (ڪوپيش)، 'اساگيتس' (اسواجيت)، 'پيو ڪلاٽس' (پشڪلا وتي) قبيلن سندس اطاعت قبول ڪئي، جڏهن ته پيوڪلاٽس جي سردار ستس (هستن) ڪجهه عرصي بعد بغاوت ڪئي، بغاوت کي ختم ڪرڻ لاءِ سڪندر جي جرنل هيفائش سندس مقابلو ڪيو، پر راجا ستس جان بچائي فرار ٿي ويو. سڪندر ساڳئي ئي سال ٽئڪسيلا پهتو. يوناني مؤرخن 'ٽئڪسيلا' جي راجا کي 'ٽئڪسيلس' لکيو آهي، پر تاريخي شاهدين موجب هن راجا جو نالو راجا انبي ڀڏايو وڃي ٿو جنهن نه صرف سڪندر جي اطاعت قبول ڪئي، پر هڪ مهيني تائين سندس ميزباني پڻ ڪئي. اتان سڪندر پنهنجي ايلچي ڪليوڪيرس کي راجا پورس ڏانهن پيغام ڏئي موڪليو ته سندس اطاعت قبول ڪري ۽ سلطنت جي سرحدن وٽ اچي ساڻس ملاقات ڪري. راجا پورس وقت جي ميجيل راجائن مان هو، جنهن يوناني



سڪندراعظم ۽ راجا پورس جي جنگ جي خيالي تصوير

مؤرخ ڪيورٽيس موجب ساڳئي ئي ايلچيءَ کي هن طرح سان نياپو ڏياري موڪليو ته: "ها ملاقات ضرور توسان ڪندس، پر اها ملاقات جنگ جي ميدان تي هٿيارن سان ٿيندي، ان ڪري تون منهنجيءَ سلطنت جي سرحدن وٽ هٿياربند ٿي اچ." ان وقت راجا پورس جي سنڌو ماٿريءَ ۾ موجوده پنجاب جي جهلم ۽ چناب نديءَ جي دو آبي ۾ سلطنت هئي. جڏهن ايران جي ڪياني شاهه دارا ٽئين تي سڪندر غالب ٿي رهيو هو ته هن راجا پورس کي مدد جي سفارش ڪئي هئي. تاريخي شاهدين مان اها خبر پوي ٿي ته راجا پورس ايران جي شاهه جي مدد لاءِ فوجين ۽ خونخوار جنگي هاٿين جا دستا به موڪليا هئا. ان ڪري راجا پورس سڪندر سان دشمني ٻولي ورتي هئي.

ساڳئي سال 326 ق. م ڌاري ٽيڪسيلا جي راجا انبيءَ جي مدد سان سڪندري فوج ۾ (86) ڇهاسي هاٿين ۽ 5000 جنگي سپاهين جو

اضافو ڪيو ويو. جنهنڪري راجا پورس سان جنگ وقت سڪندري فوج ۾ 1500 گهوڙيسوار، 30 هزار زره بند ۽ مسلح جنگي جوڌا، 15 هزار سپاهي، هڪ لک ساڍا چوڏنهن هزار تير انداز ۽ شهسوار، 86 خونخوار هاٿي ۽ 300 پٿر اڇلائڻ واريون منجينقون شامل هيون ۽ ڪيترائي ريجمينٽن ۽ فوجي دستا هئا، جن ۾ تلوارن، ڀالن، برڇين ۽ ٻين مختلف هٿيارن جا ماهر الڳ الڳ صفن ۾ بيٺل هئا. انهن جو تعداد مختلف تاريخدانن مختلف ڄاڻايو آهي. ٻئي طرف راجا پورس جي فوج مؤرخ ڊايو ڊروس موجب پنجاهه هزار پيادل سپاهين، ٽي هزار شهسوارن، هڪ هزار جنگي رٿن ۽ 130 جنگي هاٿين تي مشتمل جنگي مهارت رکندڙن تي مشتمل هئي.

سڪندراعظم ۽ راجا پورس جي وچ ۾ هڪ خونخوار جنگ لڳي، جنهن ۾ ڪيترين انساني جانيون ۽ جانور اجل جو شڪار ٿيا. سڪندر اعظم کي وڏيءَ محنت کانپوءِ فتح حاصل ٿي. هن جنگ ۾ راجا پورس جي فوج جا ويهه هزار پيادا جوان ۽ ٽي هزار گهوڙيسوار ماريا ويا، ان کان سواءِ راجا پورس جا ٻه پٽ به مارجي ويا. اهي ٻئي هاٿي ريجمينٽ ۽ جنگي رٿن جي عملي جا اعليٰ عملدارءِ گورنر هئا. راجا پورس جي جنگي رٿ گاڏين کي ساڙيو ويو، زنده هاٿين کي پڪڙيو ويو، هاٿي ريجمينٽ جي سيني عملدارن کي قتل ڪيو ويو. جڏهن ته سڪندر جي فوج مان 80 پيادل، گهوڙيسوار ڪاٽڙين مان 10 فوجي، سپهه سالار سردارن مان 20 ۽ گهوڙيسوارن مان 200 اجل جو شڪار ٿيا، جن کان سواءِ ڪجهه هاٿي ۽ گهوڙا به مارجي ويا.

جنگ جي سموري ڪارروائي دوران راجا پورس پنهنجي سموري لشڪر کي ڪسندو ڏٺو. پوءِ به هو بهادريءَ ۽ سورهيائيءَ سان وڙهندو رهيو ۽ آخر سجو ٿي ميدان جنگ ۾ بيٺو رهيو ۽ زخمي ٿي پيو. سڪندر کيس مارڻ نه ٿي چاهيو، تنهنڪري هن ٽئڪسلا جي راجا کي ڏانهنس موڪليو. پر ٽئڪسلا جو راجا سندس پراڻو دشمن هو. تنهنڪري مٿس حملو ڪري ڏنائين. جيڪو پنهنجي جان بچائي سڪندر وٽ پهتو. اهڙيءَ طرح سڪندر 'ميروس' نالي هڪ سنڌيءَ کي قاصد ڪري موڪليو، جيڪو سندس دوست پڻ هو جنهن جي ڳالهه تي يقين آڻي پورس پنهنجي هاٿيءَ تان هيٺ لٿو. جڏهن سڪندر کي ويجهو ٿيو ته سڪندر پنهنجن سردارن سان گڏ گهوڙيسوار ٿي سندس سامهون ويو ۽ پنهنجي دشمن کي غور سان ڇتائي ڏنائين. سندس قدآور شخصيت، مردانه خوبصورتي، چهري تي رعب ۽ بهادريءَ جي علامت ڏسي، سندس تعريف ڪئي. ايرين موجب سڪندراعظم، راجا پورس سان هن ريت مخاطب ٿيو: "تون مون کان ڪهڙي توقع ڪرين ٿو؟" پورس وراڻيو ته: "جهڙي هڪ بادشاهه ٻئي بادشاهه مان توقع رکندو آهي." اهو جواب ٻڌي سڪندر خوش ٿيو ۽ چيائين ته: "تون جيڪا به گذارش ڪندين، سا پوري ٿيندي، جيڪو توکي گهرڻو هجي سو گهر." ان تي پورس وراڻيو، "منهنجيءَ پهرينءَ گذارش ۾ سڀ ڪجهه سمايل آهي." ان جواب وِيتر سڪندر کي لاجواب ڪري ڇڏيو ان ڪري کيس اصلي بادشاهي موٽائي ڏنائين ۽ ٻيا ڪيترا علائقا به ڏنائين. سڪندر اهو سڀ ڪجهه راجا پورس جي شان ۽ شوڪت موجب ڪيو. جنهن بعد راجا پورس سندس وفادار دوست ٿي رهيو. جنگ جي ميدان پرسان، جتان سڪندر جهلم دريا پار ڪيو هو، اتي هن ٻه شهر تعمير ڪرايا، جن مان هڪ جو نالو 'اليگزينڊريا نڪايا' (Alexanderi Nicaca) ۽ ٻئي جو نالو 'بيو سي فالا' (Buce phalas) رکيو. هن هي شهر پنهنجي وفادار گهوڙي جي 30 سالن جي ڄمار ۾ مرڻ کانپوءِ ان جي ياد ۾ تعمير ڪرايو هو. ڪن روايتن موجب سڪندر جو گهوڙو جنگ دوران زخمي ٿي مري ويو هو. اهڙيءَ طرح سنڌو ماٿريءَ جي هڪ ٻي راجا 'ايبسس راءِ' به مزاحمت کانپوءِ سندس اطاعت ڪئي. جنهن بعد بياس ۽ چناب ندين جي آزاد قبيلن ۽ شهري رياستن ڏانهن پيش قدمي ڪري انهن علائقن کي پورس جي حڪومت ۾ شامل ڪيو ويو.

سڪندر جو خيال هو ته هو سڄي هندستاني سلطنت جو فاتح بڻجي، پر يوناني فوج جا حوصلا پست ٿي چڪا هئا. ان مسلسل جنگ، ٿڪ، بيماري، ڪمزوري ۽ گهڻو عرصو ٻاهر گذارڻ کانپوءِ گهرڀارن جي پريشانيءَ سبب واپسيءَ جو مطالبو پيش ڪيو. سڪندر کين سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ اڳتي وڌڻ جو حڪم ڏنو پر فوجن جي فيصلي ۾ تبديلي نه آئي. انهيءَ مطالبي جي پٺڀرائي سندس چئن سپهه سالارن مان هڪ جنرل ڪوئنس ڪري رهيو هو. ٻئي طرف سڪندر جي ڌارين سان همدردي به فوج کي باغي بنائڻ جو جواز بنجي رهي هئي، ان ڪري مجبوراً سڪندر پنهنجو حڪم واپس ورتو. پر ڪجهه باغي ۽ مزاحمت ڪندڙ قبيلن ۽ ننڍين ننڍين رياستن کي زير ڪري بياس نديءَ جي ڪناري تي آخري حد طور 12 يوناني (اولپين) ديوتائن جا قربان گاهه ٿنڀن جي صورت ۾ تعمير ڪرايائين. جنهن بعد آس پاس جي ٻيلن مان ڪاٺ وڍرائي، لڳ ڀڳ هڪ هزار ٻيڙا تيار ڪرائي، فوج کي واپسيءَ جي اجازت ڏنائين. هتان سڪندر فوج کي ٽن حصن ۾ ورهائي اڌ فوج ٻيڙن رستي سنڌو نديءَ مان ۽ باقي فوج کي سنڌو نديءَ جي ساڄي ۽ کاٻي ڪناري کان هلڻ جو حڪم ڏنو. سنڌونديءَ جي ڪنارن سان آباد ڪيترن ئي علائقن کي فتح ڪيائين. جتي ڪن قبيلن سندس آڌرڀاءُ ڪئي ته ڪن سخت مزاحمت ڪئي. مزاحمت ڪندڙن جي ٻه ٻيا وڏا قبيلا اوڪسي ۽ ڊراڪيسا مالي مدد ڪري رهيا هئا. اهي قبيلا سانگلا نالي هڪ قلعي وٽ گڏ ٿيا. جتي يونانين ۽ سنڌي قبيلن وچ ۾ جنگ لڳي، نتيجي ۾ سنڌي قبيلن کي شڪست ملي، 17000 سنڌي فوجي مارجي ويا، 70000 هزار فوجين کي قيدي بڻايو ويو، 300 جنگي رٿ گاڏيون هٿ ڪيون ويون ۽ 500 گهوڙيسوار پڪڙيا ويا. سڪندري فوج جا 100 فوجي مارجي ويا ۽ 1200 زخمي ٿيا. ان کان اڳ 'پمپ راما' نالي 'آئدرئسنائي' قوم جو شهر سڪندر جي اطاعت قبول ڪري چڪو هو. اهڙي نموني سنڌيا/ سنڌو ماٿريءَ جا 7 وڏا ملڪ ۽ 2000 شهر پورس جي

حڪمرانيءَ ۾ شامل ڪيا ويا.

سڪندر راوي ۽ چناب جي لهہ واري مالي قبيلي ۾ مڪيہ شهرن ڏانهن پيش قدمي ڪئي، جنهنڪري مالي قبيلي ۽ يوناني فوج جي وچ ۾ خونخوار لڙائي لڳي. هن لڙائيءَ ۾ سڪندر کي مالين جي قلعي تي چڙهائي ڪرڻ وقت هڪ تير لڳو، جنهنڪري هو سخت زخمي ٿي پيو پر ستت ئي سندس محافظن کيس بچائي ورتو. نتيجي ۾ يوناني فوج سنڌو ماتريءَ جي عام ماڻهن، عورتن ۽ ٻارن جو وڏو قتل عام ڪيو. بعد ۾ مالي قبيلي جي سردارن سڪندر جي اطاعت قبول ڪري گورنرن، مشيرن ۽ برڪ ماڻهن جو 150 جي تعداد ۾ وفد موڪلي ۽ صلح ڪيو. اتان سڪندر 'سوگديا' ويو، جتي قلعي جي تعمير ڪرائي. سنڌوءَ ۽ چناب جي سنگم واري علائقي کان سامونڊي ڪناري تائين 'پيٿو' کي گورنر مقرر ڪيائين. پوءِ سنڌوءَ رستي 'ميوسيڪانس' جي علائقي ۾ پهتو، جن بہ سندس اطاعت قبول ڪئي. 'آڪسي ڪئسن'، جنهن سڪندر سان ڪوبہ تعاون نہ ٿي ڪيو، ان کي گرفتار ڪيو ويو. هو سوڀون حاصل ڪندو سنڌوءَ رستي سيوهڻ پهتو، جتي سنڌي راجا 'سامبس' کي زير ڪيائين. پٺيان موسيڪانس سڪندر خلاف بغاوت ڪئي، جنهن کي گرفتار ڪرائي ڦاسي ڏياري وئي ۽ ان سان گڏ ڪيترن باغي برهمڻن کي بہ ڦاهيءَ تي چاڙهيو ويو. جنهن کانپوءِ 'پٽيالا' جي راجا آڻ مڃي ۽ سڪندر ڪيترن ننڍن وڏن علائقن تي قابض ٿيو.

ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ پنهنجي ڪتاب 'انسان جي تاريخ' ۾ هڪ دلچسپ ۽ اهم واقعو ڏنو آهي تہ: جڏهن يوناني فوج سيوهڻ جي راجا سامبس کي شڪست ڏني، تڏهن بہ عام ماڻهن ويڙهہ بند نہ ڪئي، معلوم ٿيو تہ عام ماڻهو پنهنجي ڏاهن ماڻهن جي اثر هيٺ آهن. ڪين گرفتار ڪيو ويو. سڪندر اعظم ۽ سندس يوناني عالمن سوچيو تہ سنڌ جي ڏاهن کي پرکڻ جو سٺو موقعو آهي، سو چيائون تہ هر هڪ سنڌي ڏاهو يوناني عالمن جي پڇيل هڪ سوال جو صحيح جواب ڏئي تہ سندس جان بخشي ويندي، نہ تہ قتل ڪيو ويندو. پهريائين سيوهاڻي ڏاهي کان پڇيائون تہ مري ويل انسانن ۽ زندہ انسانن جو صحيح تناسب ڇا آهي؟ هن جواب ڏنو تہ: 'ڪجهہ بہ نہ'، ڇاڪاڻ تہ جيڪي مري ويا، سي ڳاڻيٽي ۾ نہ ايندا. ٻئي کان پڇيائون تہ: "پاڻي يا خشڪيءَ مان ڪٿي گهڻا جانور پيدا ٿين ٿا؟ هن چيو تہ "ڌرتيءَ تي"، ڇاڪاڻ تہ پاڻي بہ ڌرتيءَ جو حصو آهي. ٽئين کان پڇيائون تہ: "جانورن ۾ سڀني کان چالاڪ جانور ڪهڙو آهي؟" ورندي ملي تہ، "اهو جانور جنهن تي اڃا ڪنهن انسان جي نظر نہ پئي آهي." چوٿين کان پڇيائون تہ: "اهو ڪهڙو دليل آهي، جنهن سان توهان عام ماڻهن کي اسان سان وڙهڻ تي آماده ڪريو ٿا؟" جواب مليو تہ: "ٻيو ڪو بہ دليل نہ آهي، سواءِ ان جي تہ ذلت جي زندگي گذارڻ کان عزت جو موت بهتر آهي." پنجين سنڌي ڏاهي کان پڇيائون تہ: "ڏينهن اڳ ۾ آهي يا رات؟" هن چيو تہ "ڏينهن، ڇاڪاڻ تہ اهو رات کان هڪ ڏينهن عمر ۾ وڏو آهي." ڇهين کان پڇيائون تہ "ڪهڙو عمل عوام ۾ مقبوليت جو سبب بڻجي ٿو؟" ورندي ملي تہ "اهو اقتدار حاصل ڪرڻ، جنهن مان عام ماڻهوءَ کي خطرو محسوس نہ ٿئي." ستين کان پڇيائون تہ: "انسان ڪهڙي طرح خدا بڻجي سگهي ٿو؟" چيائين تہ: "اهڙين ڳالهين ڪرڻ سان جيڪي ماڻهو ڄاڻن ٿا تہ ٿي نہ ٿيون سگهن." ان کانپوءِ اٺين ڏاهي کان سوال ڪيائون تہ: "زندگي ۽ موت مان وڌيڪ طاقتور ڪير آهي؟" هن چيو تہ: "زندگي، جيڪا مصيبتن جي باوجود باقي رهي ٿي." آخر ۾ پڇيائون تہ "ڪو انسان ڪيستائين ذميوار سمجهي سگهجي ٿو؟" چيائين تہ "جيستائين هو زندگيءَ کان وڌيڪ موت جي تمنا رکندو هجي."

مقامي روايتن مطابق جڏهن سنڌي ڏاهن سڪندراعظم جي يوناني ڏاهن کي لاجواب ڪري ڇڏيو ۽ سندن جان بخشي وئي، ان کانپوءِ سنڌي ڏاهن سڪندر اعظم کي چيو تہ "هاڻي اسان کي بہ هڪ سوال پڇڻ جي اجازت ڏيو." اجازت ملڻ بعد انهن ڏاند جي سڪل کل (چوڙو) گهرائي وچ تي رکي ۽ سڪندراعظم کي چيائون تہ عالم پناهہ! توهان هن سڪل کل تي بيهي ڏيکاريو. سڪندر پير رکيو تہ سڪل چوڙو کيس منهن ۾ اچي لڳو. ان ڪري مجبوراً وچ تي ٿي بيٺو. پوءِ سنڌي ڏاهن کانئس پڇيو تہ: اي فاتح! ٻڌاءِ تہ اسان توکان ڪهڙو سوال پڇيو آهي؟ انهيءَ سوال کي ڪوبہ حل ڪري نہ سگهيو ۽ نيٺ سنڌين کان پڇيائون تہ توهان جو سوال ڇا آهي؟ هنن چيو تہ: توهان جو مرڪز مقدونيہ آهي، اهو ڇڏي هتي ڇو آيا آهيو؟ ڇا توهان وٽ هن سڪل چوڙي جي سنڀال جيتري بہ ڏاهپ نہ آهي؟

چيو وڃي ٿو تہ ان کانپوءِ ستن مهينن جي مختصر عرصي ۾ يوناني فوج سنڌ مان نڪري وئي، ڇاڪاڻ تہ سڪندر کي سنڌ جي ڏاهن جو ويڻ ڏاڍو ڏکيو لڳو.

عربي سمنڊ جي ڪناري تي پهچڻ کانپوءِ سڪندر پنهنجي اميرالبحر نيئرڪس کي ايراني نار طرف ٻيڙا هاڪارڻ جو حڪم ڏنو ۽ باقي فوج بلوچستان وچان خشڪيءَ رستي، سڪندر جي اڳواڻيءَ هيٺ سوسہ رواني ٿي. اهو سال 324 ق.م هو، جو انهيءَ رستي سان يوناني فوج پاڻيءَ جي سخت اڻاٺ ڪري تمام گهڻي پريشان ٿي. سوسہ ۾ پهچڻ کانپوءِ سڪندر يوناني ۽ ايراني قومن کي هڪ ڪرڻ جي حڪمت عملي تي ٻيهر عمل ڪيو. دارا جي ڌيءَ برسينب سان شادي ڪيائين ۽ سندس 80 عملدارن کي آماده ڪري، ڪين ايراني خاندانن مان پرڻايائين. اهڙيءَ طرح ڏهہ هزار يوناني سپاهين جون شاديون ايران مان ٿيون. نااهل عملدارن کي برطرف ڪري نوان عملدار ڀرتي ڪيائين. جلاوطن يوناني مهاجرن جي واپسيءَ جو فرمان جاري ڪيائين، سموري فوج کي انعام اڪرام ڏئي نوان گورنر مقرر ڪيائين. مقدوني ۽ ايراني فوج وچ ۾ اتحاد ڪرائي هڪٻئي لاءِ دعائون گهريون ويون. اڪتاباتا شهر ۾ سڪندر جو وفادار ساٿي هيفائشن فوت ٿي ويو، جنهن کي شاهي انداز ۽ اعزاز سان دفن ڪيو

ويو. جنهن بعد سڪندر بابل ڏانهن روانو ٿيو. رستي تي ڪيترين شهري ۽ قبيلائي رياستن جا ايلچي ۽ گورنر اچي سندس پيش پيا، انهن ۾ لبيا، اٽلي، ڪارٿيج ۽ يونان جي قبيلن کان سواءِ سٿين، ڪيلٽ ۽ آئبرين قبيلن جا نمائندا شامل هئا. بابل پهچڻ ڪانپوءِ سڪندراعظم هن قديم تهذيب جي ٻيهر ترقي ۽ آبادڪاريءَ بابت رٿابندي ڪئي، ان کان سواءِ هندستان جي بحري رستي ۽ عربستان ۾ جهازرانيءَ بابت ڪجهه ترقياتي تجويزون جوڙايون.

323 ق. م ڌاري ايشيا جو هي فاتح هڪ دعوت ۾ گهڻو شراب واپرائڻ ڪري بيمار ٿي پيو. ڪن روايتن مطابق مليريا جي بخار سبب بيمار ٿي پيو. جنهنڪري سندس 33 سالن جي ڄمار ۾ بابل ۾ موت ٿيو. هن 13 سال بادشاهي ڪئي.

هڪ روايت موجب هن وصيت ڪئي هئي ته مرڻ ڪانپوءِ سندس هٿ ڪفن کان ٻاهر ڪڍيا وڃن ته جيئن ماڻهن کي اها خبر پوي ته دنيا جو هي فاتح دنيا مان خالي هٿين وڃي رهيو آهي.

**سڪندر بلوچ:** سنڌ جي ناليواري براڊڪاسٽر سڪندر بلوچ جو پورو نالو سڪندر خان ولد نٿو خان چانڊيو هو. سندس جنم 15 سيپٽمبر 1940ع تي ٽنڊي آغا حيدرآباد ۾ ٿيو. ابتدائي تعليم ٽنڊي آغا مان، مئٽرڪ نور محمد هاءِ اسڪول، حيدرآباد مان، بي. اي سٽي آرٽس ڪاليج مان ۽ ايم. اي سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ڪيائين. سڪندر بلوچ پهريان 1960ع ۾ 'حاجي ماڻڪ پٽي مڊل اسڪول' ۾ هيڊماسٽر ٿيو. 1962ع ۾ انڊس ٽائمز اخبار ۾ سب ايڊيٽر رهيو. 15 آڪٽوبر 1966ع تي



ريڊيو پاڪستان راولپنڊيءَ ۾ پروڊيوسر مقرر ٿيو. ان ڪانپوءِ مختلف ريڊيو اسٽيشنن تي رهيو، پر گهڻو عرصو ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ گذاريائين. سڪندر بلوچ 1973ع ۾ سينئر پروڊيوسر، 1988ع ۾ پروگرام مئنيجر ۽ 1994ع ۾ اسٽيشن ڊائريڪٽر مقرر ٿيو. جنهن عهدي تان سال 2000ع ۾ رٽائر ٿيو.

سڪندر بلوچ ريڊيو جي سيني شعبن ۾ بهترين ڪارڪردگيءَ جو مظاهرو ڪيو. موسيقيءَ جي شعبي ۾ رهي رجب علي، الغوزه نواز خميسي خان، مصري خان، الله بچايي کوسي، ظهير احمد وارثي، صادق علي، ثريا حيدرآباديءَ سميت ٻين ڪيترن فنڪارن توڙي فنڪارائن کي متعارف ڪرايائين. نامور فنڪار محمد يوسف جي آواز ۾ قواليءَ واري انداز ۾ سچل سرمست جي ڪافي 'سچا سرور پرين پرور پيارا، يا رسول الله' رڪارڊ ڪيائين.

هن ڊرامن واري شعبي ۾ رهي سماجي براين بابت ڪيترا ڊراما نشر ڪيا. علامه آءِ آءِ قاضيءَ جي زندگيءَ تي مشتمل هڪ ڊرامو 'واڇوڙن جي ووڙ' پيش ڪيائين. جنهن ۾ صداڪاري ڪيائين. سڪندر بلوچ پي. ٽي. وي جي مشهور پروگرام 'ڪچهريءَ' جي ميزبان سيد صالح محمد شاهه جي وفات بعد ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان نشر ٿيندڙ پروگرام 'فتح خان جي ڪچهريءَ' ۾ بزرگ ڳوٺاڻي جو ڪردار ادا ڪيو. هن پروگرام ۾ ٻهراڙيءَ جا لهجا، محاورا ۽ لفظ استعمال ڪندو هو.

سڪندر بلوچ ڪيترا مثالي پروگرام پيش ڪيا، 1975ع ۾ 'نياز اسٽيڊيم حيدرآباد' ۾ منعقد ٿيل پهرين ورلڊ ڪپ مئچ سندس ئي پروڊيوس ڪيل هئي. 1988ع ۾ ڪنگ ازلان شاهه انٽرنيشنل هاڪي ٽورناميٽ جي ڪامنٽري ڪرڻ لاءِ کيس ملائيشيا موڪليو ويو.

سڪندر بلوچ بزم شهيد داتا جمن شاهه جو ميمبر پڻ هو. هو هڪ بهترين براڊڪاسٽر، همدرد، ڪلمڪ، يار ويس، باهمت ۽ سماج سڌارڪ پڻ هو.

هن ضلعي بدين جي شهر قلڪارا کي ماڊل ٽائون جو درجو ڏياريو. ريڊيو پاڪستان ذريعي ماڊل ٽائون بڻائڻ سبب قلڪارا شهر ۾ رڪارڊ توڙ ترقياتي ڪم ٿيا. قلڪارا ماڊل ٽائون بڻائڻ جي اعزاز ۾ سندس نالو گنيز بوڪ آف ورلڊ رڪارڊ ۾ به شامل ڪيو ويو. کيس بهترين براڊڪاسٽر طور 1980ع ۾ صدارتي اوارڊ سان نوازيو ويو. کيس چئن پٽن ۽ ٻن نياڻين جو اولاد هو.

سڪندر بلوچ 16 فيبروري 2010ع تي دل جي دوري پوڻ سبب 70 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه حيدرآباد جي ٽنڊي آغا قبرستان ۾ آهي.

**سڪندر جي ڪاهه** (ڪتاب): مشهور انگريزي ڪتاب 'ڪيمپئن آف اليگزينڊر' (The Campaign of Alexander) جو سنڌي ترجمو




'سڪندر جي ڪاهه' جي عنوان سان ناميارو مترجم عطا محمد ڀنڀرو ڪيو آهي. ايرينءَ جي هن ڪتاب کي تاريخي ڪارنامو سڏيو ويو آهي، جو ته سڪندراعظم تي ڪانئس وڌيڪ ڪنهن به نه لکيو آهي. هن ڪتاب تي جي. آر. هيملٽن (J.R. Hamilton) تفصيلي تعارف لکي، ڪتاب جي اهميت وڌائي ڇڏي آهي.

هي ڪتاب ستن بابن ۽ ڪيترن ضميمن تي مشتمل آهي. ڪتاب جو انتساب، مترجم، سنڌ ڌرتيءَ جي شهيدن- دودي سومري ۽ ننگر سومري جي نالي ڪيو آهي.

ڊيمي سائيز جي 385 صفحن ۽ پڪي جلد تي مشتمل هي ڪتاب روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران ڇپايل آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 225 روپيا آهي.

**سڪندر خان کوسو**: نامور شاعر، فقير منش صوفي مير سڪندر خان ولد مير بهادر خان کوسو 1916ع ڌاري ڳوٺ بهادرپور، تعلقي ٺل، ضلعي جيڪب آباد ۾ ڄائو مير سڪندر پنهنجي ڀائرن ۾ ننڍو هو. پاڻ شروع واري زماني ۾ جيڪب آباد جي نمايان سياسي شخصيت طور سڃاتو ويندو هو. چوته ڪيترائي سال ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جو وائس پريذيڊنٽ رهيو هو. پر پوءِ سندس اندر جي صوفي انسان اميريءَ واري زندگيءَ کي تياڳڻ تي مجبور ڪيو ۽ پاڻ ڪنهن ڳولا ۾ نڪري پيو. اهڙيءَ طرح درگاهه ٺلهه شريف (صادق آباد) پهتو، جتي خواجه گل محمد 'غريب نواز' جي صحبت ۾ رچي ريٽو ٿيو. اهڙي ڪامل بزرگ جي صحبت ۾ رهي هن جو اندر اُجرو ٿي پيو. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ پنهنجي مرشد سان عقيدت جو اظهار بار بار ڪيو آهي.



هو هڪ خدا ترس ۽ دورانديش انسان هو. سندس ڪلام ۾ پيار، محبت، حسن ۽ عشق جي جهلڪ نظر اچي ٿي. ان سان گڏوگڏ حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم جي شان ۾ ڪيترين نعتون لکيون اٿس. غزل، ڪافيون نهايت پختيون چيون اٿس. سندس ڪلام سنڌي ۽ سرائڪيءَ ۾ گهڻو آهي.

سندس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب 'سپ ۾ پنهون پاڻ' ڇپيل آهي، جيڪو نامور اديب عنايت بلوچ ترتيب ڏئي ڇپرايو آهي.

سنڌ جي هن فقير منش شاعر 28 مئي 1975ع تي وفات ڪئي. کيس پنهنجي ڳوٺ جي مسجد شريف جي پرم مٽي ماءُ حوالي ڪيو ويو. سندس مزار تي قبو جوڙايو ويو آهي.

**سڪندر خان ملڪ**: مشهور سياستدان ۽ سماج سڌارڪ ملڪ سڪندر خان ولد ملڪ سردار خان پهرين مارچ 1927ع تي ڳوٺ ٽاٽي احمد خان (ضلعي ڄامشوري) ۾ جنم ورتو. هن پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪئي ۽ پوءِ خانگي طرح سان پڙهيو. ڪوهستاني علائقي جي ڪيترن ئي قبيلن جي لٺ سرداري ملڪ سڪندر خان جي خاندان جي حصي ۾ آيل هئي. جڏهن سرداريءَ جي پڳ سندس سرتي آئي ته هن ان کي انتهائي محنت ۽ لگن سان نڀائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ جيڪي ڪوهستاني روايتون هيون، تن کي هر حال ۾ برقرار رکيو.



ملڪ سڪندر خان شروع ۾ سيڪريٽريٽ ۾ ڪنهن عهدي تي هو، پير علي محمد شاه راشديءَ جي صحبت ۾ رهڻ ڪري سياست سان دلچسپي پيدا ٿيس ۽ پارلياماني سياست ۾ ڀرپور نموني حصو ورتائين.

1970ع جي چونڊن ۾ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تان جي. ايم. سيد جي مقابلي ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. هن ڪيترا سماجي ڪم ڪيا. هن پنهنجي زمين تي هارين کي ڪالوني ٺهرائي ڏني. تعلقي اسپتال ڪوٽڙيءَ لاءِ زمين عطيي طور ڏني. ڪيڊٽ ڪاليج پيٽارو به سندس زمين تي قائم آهي. ٽاٽي بولا خان هاءِ اسڪول جي هاسٽل ۽ سپرهاءِ وي کان ٽاٽي احمد خان تائين رستو سندس ڪوشش سان ٺهيو آهي.

هن ذوالفقار علي ڀٽي جي دور ۾ ڪيترين عوامي اسڪيمون منظور ڪرايون، جن ۾ پڪا رستا، ڪوٽڙيءَ لاءِ سُئي گئس، ڪوٽڙي ۽ ڪراچيءَ سان ٽيليفون جو سڌو سرشتو، ڪوهستاني علائقي ۾ شڪارگاهه جو قيام، ڪيرٿر جبل جي چوٽيءَ تي هل اسٽيشن، نيشنل پارڪ ۽ جانورن جا فارم قائم ڪرڻ شامل آهن.

سڪندر ملڪ امن پسند شخص هو. سندس فرزند ملڪ اسد سڪندر به پارلياماني سياست ۾ پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تان چونڊبو رهيو آهي.

**سڪندر سومرو**: سنڌي پورهيت سنگت جو اڳواڻ سڪندر سومرو، 2 ڊسمبر 1952ع تي ڳوٺ حاجي خان سومري تعلقي ميرو خان ضلعي قنبر-شهدادڪوٽ ۾ پيدا ٿيو. هن پرائمري تائين تعليم حاصل ڪئي، غربت سبب اڳتي پڙهي نه سگهيو. اسڪول کي خيرباد چئي، والد سان گڏ دڪان تي سندس هٿ ونڊائيندو هو. ان بعد مزدوريءَ جي سلسلي ۾ ايران ويو، جتي ڪجهه وقت پورهيو ڪيائين، پر ڪجهه عرصي کان پوءِ موٽي اچي سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري ۾ ڪينٽين کوليائين، ان وقت شاگرد سياست عروج تي هئي، ڪينٽين تي روزگار دوران قوم پرست شاگردن سان سندس ڏيٺ ويٺ ٿي ۽ انهن سان ڪچهريون ڪيائين. نوجوانن جو جذبو ڏسي سندس دل ۾ ڌرتيءَ جو درد جاڳيو ۽ هي به نوجوانن سان سرگرمين ۾ حصو وٺڻ لڳو. پوءِ جيئي سنڌ محاذ جي ذيلي تنظيم سنڌي پورهيت سنگت جو ميمبر ٿيو ۽ ڪل وقتي ڪارڪن ٿي پورهيتن جي مسئلن لاءِ جاکوڙڻ لڳو. مختلف صنعتي ادارن، ڪارخانن، شگر ملن، فيڪٽرين ۽ ٻين هنڌن تي جيڪي به مزدورن جا مسئلا ٿي رهيا هئا، انهن جي حل لاءِ سنڌي پورهيت سنگت تحرڪ وٺي رهي هئي. کيس شمسي توانائيءَ واري کاتي ۾ سرڪاري نوڪري به ملي، تڏهن به پورهيتن لاءِ هلندڙ جدوجهد کي ماٺو ٿيڻ نه ڏنائين. سرمائيدارن سان ٽڪراءَ سبب ڪيترائي ڀيرا جيل به ويو، اذيتون برداشت ڪيائين، پر ڪڏهن به نه جهڪيو ۽ نه ڪا مصلحت ڪيائين. جڏهن جيئي سنڌ قومي محاذ ٺهيو ته ان جي ذيلي تنظيم



جيئي سنڌ پورهيت سنگت جو ڪيس مرڪزي عهديدار چونڊيو ويو. ڪجهه وقت بعد پورهيت سنگت کي ڇڏي، جيئي سنڌ متحده محاذ (جسمر) ۾ شموليت اختيار ڪيائين ۽ ان جو مرڪزي عهديدار ٿيو. سڪندر هڪ ئي وقت پورهيو به ڪندو هو ۽ سياست به ڪندو هو. سياست ۾ سرگرم هئڻ سبب مٿس ڪيترائي ڪيس داخل ٿيا. ڪيس جسمر جي مرڪزي اڳواڻ اصغر شاهه سان گڏ گرفتار ڪيو ويو ۽ ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ حيدرآباد مان سندس گرفتاري ظاهر ڪري ڪيس سينٽرل جيل حيدرآباد موڪليو ويو. هي جيل ۾ هو ته سندس ڪيس هلڻ شروع ٿيو ۽ عدالت ڪيس با عزت بري ڪري ڇڏيو. هو جيئن ئي جيل جي مک دروازي کان ٻاهر نڪتو ته اهلڪارن هٿان ٻيهر ڪنيجي ويو ۽ ڏهن مهينن تائين تحويل ۾ رهيو. مٿس تمام گهڻو تشدد ٿيو. ڏهه مهينا ٽارچر سيل ۾ رکڻ ڪانپوءِ ڪيڻ ٿاڻي ۾ ظاهر ڪيو ويو. پهريان ڪيس ضلعي جي سول عدالت ۾ پيش ڪيو ويو. ان بعد ڪيس ٻه سال سزا ڏئي سينٽرل جيل حيدرآباد منتقل ڪيو ويو. جيل ۾ هو ته مٿس هڪ ڪيس هليو، جنهن مان باعزت بري ٿيو. ٻن سالن تائين جيل ڪاٽي 31 ڊسمبر 2005ع تي آزاد ٿيو. ٽارچر ٿيڻ ڪري جسماني طور ڪمزور ٿي ويو هو ۽ ڪيس ڪيترين بيمارين ٿي پيون. جن سان جهيڙيندي 23 اپريل 2011ع تي حيدرآباد جي راجپوتانا اسپتال ۾ وفات ڪيائين. ڪيس ڳوٺ حاجي سومري ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو.

**سڪندر عباسي**: مشهور ڪهاڻيڪار، ڪالم نگار، ڊرامه نويس ۽ ترجمي نگار سڪندر عباسيءَ جو جنم 13 جنوري 1974ع تي لاڙڪاڻي ۾ محمد رمضان عباسيءَ جي گهر ۾ ٿيو. سندس تعليم ماسٽرس آهي. هن 1993ع ۾ هڪ ڪهاڻيڪار جي حيثيت سان ادبي دنيا ۾ پير پاتو. سندس ڪيترين ڪهاڻيون ۽ ڪالم روزاني ڪاوش سميت مختلف اخبارن ۾ شايع ٿي چڪا آهن. جڏهن ته سندس 75 سولو پلي ڊراما، 13 مني سيريل، 10 سيريل ۽ ٽي سوپ سيريل مختلف سنڌي چينلن تي نشر ٿي چڪا آهن.



هن جي مشهور سنڌي ڊرامن ۾ زندگي واريءَ جون واٽون، خالي آسمان، خواب نگر، انڌاري، سانورا گلاب دل جا، جڏهن ته اردو ٽي. وي ڊرامن ۾: 'ميرا ساجن ميرا سسرال'، 'رشڪ'، 'ناياب نسخه'، 'ڇوٽي مان'، 'هتڪ'، 'نگيني'، 'ايڪ ٿي عورت' وغيره قابل ذڪر آهن.

سڪندر عباسي 1992ع ۾ انڪم ٽئڪس ڊپارٽمينٽ ۾ ملازم طور ڀرتي ٿيو، جتي اڄ تائين پنهنجا فرض سرانجام ڏئي رهيو آهي.

سڪندر عباسي 2009ع کان ريڊيو پاڪستان لاڙڪاڻي تي ڪمپيئر آهي. سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾ پيار جو پهريون نظر (ڪهاڻيون)، ڪوجهي چنڊ جو غم (ڪهاڻيون)، محبت ئي خدا آهي (ترجمو) قابل ذڪر آهن.

ڪيس ميجتا طور 2005ع ۾ ڪي. ٽي. اين طرفان بهترين ڊرامانگار جو اوارڊ، امر جليل اوارڊ، ڊاڪٽر تنوير عباسي اوارڊ سميت ٻيا ڪيترائي اوارڊ ملي چڪا آهن. هيءُ هن وقت لاڙڪاڻي ۾ رهائش پذير آهي.

**سڪندر علي مرزا**: ناميارو اديب ۽ محقق مرزا سڪندر علي بيگ 'جرار'، حيدرآباد ۾ ٽنڊي آغا پاڙي جي علمي ادبي مرزا گهراڻي ۾، 5 جنوري 1940ع، جمعي جي ڏينهن تي پيدا ٿيو. قرآني تعليم پنهنجي ڏاڏي مرزا امام علي بيگ کان ورتائين. سندس والد مرزا عباس علي بيگ پڻ سنڌ جو نامور اديب، محقق ۽ تاريخدان هو. سڪندر مرزا ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري مان بي. اي پاس ڪئي ۽ پوءِ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ ملازمت اختيار ڪئي. علمي ادبي ماحول ۾ هن ننڍي هوندي کان ئي مضمون ۽ شعر و شاعري لکڻ شروع ڪئي ۽ اڪثر طرحي مشاعرن ۾ پنهنجي والد سان گڏ وڃي شعر پڙهندو هو. 1960ع کان سنڌ جي تاريخ بابت سندس تحقيقي مقالا نئين زندگي، مهراڻ ۽ ٻين رسالن ۾ ڇپجڻ لڳا. تعليم دوران 66-1965ع ۾ سٽي ڪاليج ميگزن جو ايڊيٽر رهيو. جنهن ۾ شاعريءَ جي شعبي جو به نگران هو.



سڪندر علي مرزا عربيءَ جي تعليم مولانا حيدر علي جواديءَ کان ورتي، خانه" فرهنگ ايران مان 1970ع ۾ فارسيءَ جي مڪمل تعليم حاصل ڪري سَنَد ورتائين ۽ ان ڪانپوءِ مولانا محمد اسماعيل زريءَ کان علم صرف، علم نحو، علم معاني، علم بيان ۽ علم بديع وغيره جي تعليم ورتائين.

شاعريءَ جي شروعات پنهنجي والد مرزا عباس علي بيگ جي چوڻ تي ڪيائين. سندس پهريون استاد خاندان جو بزرگ مرزا علي بخش 'ڪوثر' هو. ان جي وفات ڪانپوءِ مرزا سڪندر، عروض جي فن ۾ ايڏو ته ماهر هو، جو خاندان جا ننڍا توڙي وڏا ڪانئس پنهنجن شعرن ۾ اصلاح ڪرائيندا هئا.

سندس عروضي فن ۾ مهارت کي مدنظر رکندي، مخدوم طالب المولىٰ ڪيس سنڌي علم عروض تي هڪ جامع ڪتاب لکڻ لاءِ چيو. جنهن ڪانپوءِ سڪندر علي مرزا 'سنڌيءَ جو عروض' جي نالي سان هڪ تفصيلي ڪتاب لکيو. جيڪو 1986ع ۾ سنڌالاجيءَ طرفان شايع ٿي چڪو آهي. اهو ڪتاب سنڌي ايم. اي جي ڪورس تي به رکيل آهي.

سڪندر علي مرزا پنهنجي ناني مرزا ٻڍل بيگ وانگر سنڌيءَ ۾ لاجواب مرثيا چيا آهن. سندس تصنيفون هي آهن:
(1) سنڌيءَ جو عروض (1986ع)، (2) سنڌي فصاحت و بلاغت (1975ع)، (3) شعر جي اصلاح جا طريقا (1976ع)، (4) قافيو ۽ رديف، (5) رهنمائي فارسي (1978ع)، (6) ڪليات سڪندر (1980ع)، (7) ديوان سڪندر، (8) رياض جرار، (9) نقوش عصمت (ترجمو: 2001ع)، (10) فضيلتِ زيارت عاشورا (2005ع)، (11) حلية المتقين (ترجمو: 2006ع)، (12) وظائف چهاره معصومين عليہ السلام، (13) اوراد پنجگانہ (پنجن وقتن جي نماز ڪانپوءِ پڙهجندڙ دعائن جو مجموعو) وغيره.

سڪندر علي مرزا شروع ۾ ’سڪندر‘ تخلص اختيار ڪيو، پر پوءِ ’جرار‘ تخلص اختيار ڪيائين. مرثيہ گوئيءَ ڪانسواءِ مرثيہ خوانيءَ ۾ بہ ماهر هو. 1983ع کان علام سيد امتياز علي زيدي امروهويءَ جي صحبت ۾ اچڻ ڪانپوءِ دنياوي زندگي ترڪ ڪري ورد وظيفن ۽ خدا جي عبادت ۾ مشغول رهندو هو. انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا لاءِ ڪتابن ۽ تصويرن جي فراهميءَ ۾ سهڪاري رهيو آهي. صوم و صلواة جو گهڻو پابند هو.

سڪندر علي مرزا، 73 سالن جي ڄمار ۾ جمعي جي ڏينهن 12 جمادي الثاني 1433هه/ 4 مئي 2012ع تي وفات ڪئي.

سندس اولاد ۾ بہ ساڳيو علمي ۽ ادبي لاڙو موجود آهي. سندس پٽ صفدر حسين ميرزا نوجوان ليکڪ ۽ اديب آهي، جيڪو سنڌي ۽ فارسيءَ تي ملڪو رکي ٿو ۽ سندس ڪيترا تحقيقي مقالا ۽ مضمون شايع ٿيل آهن. هن شاهہ جي گنج کي پڙ الف- ب وار ترتيب ڏئي ڇپرايو آهي.

**سڪندري، عبدالرحيم مفتي:** سنڌ جي مايہ ناز ۽ برک عالم دين علامہ مفتي عبدالرحيم سڪندري ولد الحاج فقير محراب خان شر، 27 رمضان المبارڪ 1365هه مطابق



پهرين سيپٽمبر 1944ع تي ڳوٺ سيباڻي خان شر لڳ ڪرڙي تعلقو ٺري ميرواهہ، ضلعي خيرپورميرس ۾ ڄائو. ورتو پرائمري تعليم ڳوٺ مولابخش شر مان حاصل ڪرڻ کان پوءِ ڇهون ۽ ستون انگريزي رسول پور هاءِ اسڪول ۾ پڙهيو. ناظره قرآن شريف 1955ع ڌاري حافظ غلام قادر وٽ پڙهيو جنهن بعد 1957ع ۾ کيس سندس ڏاڏي الحاج فقير قادر داد شر جامعہ راشديہ درگاهہ شريف حضرت پير سائين پاڳارا پير ڳوٺ ۾ داخل ڪرايو. 1966ع ڌاري جامعہ راشديہ مان فارغ التحصيل ٿي دستاربند ٿيو ۽ سيد سڪندر علي شاهہ عرف سيد شاهہ مردان شاهہ (ثاني) ستين پير پاڳاري سان روحاني نسبت سبب ’سڪندري‘ سڏجي ٿو. سندس استاد سنڌ جا برک عالم ۽ بزرگ هئا، جن پنهنجي علمي ۽ روحاني سند جي کيس اجازت ڏني.

مفتي صاحب جي سند جو سلسلو ڳڙهي ياسين وارن بزرگن کان ٽيندو همايوني ۽ شهدادڪوٽي بزرگن ذريعي شيخ الهند عبدالحق محدث دهلويءَ سان وڃي ملي ٿو سندس استادن ۾: مفتي محمد صاحبداد خان جمالي، حضرت فقير مفتي محمد صالح مهر، سيد حسين امام اختر، علام تقدس علي خان قادري بريلوي، علامہ ڪريم بخش دايو ۽ حضرت علامہ مولانا عبدالصمد ميتلو شامل آهن.

عبدالرحيم سڪندريءَ کي 1966ع ۾ درگاهہ شريف پيرڳوٺ جي حڪم موجب سندس استاد مفتي محمد صالح مهر شاهپور چاڪر ضلعي سانگهڙ جي غوثيہ مسجد ۾ پيش امام مقرر ڪيو. 1967ع ۾ ’صبغة الهديٰ‘ جي نالي سان مفتي صاحب هڪ ديني درسگاهہ جو بنياد وڌو، جيڪا ٿوري عرصي ۾ سنڌ جي مشهور ديني درسگاهن ۾ ڳڻجڻ لڳي، جتان ڪيترائي قرآن، حديث، فقہ، تفسير ۽ تصوف جي تعليم پرائي، حافظ ۽ عالم تيار ٿي نڪتا.

مفتي صاحب هن وقت بہ لڳاتار ڇائيتاليهن سالن کان مدرسہ ’صبغة الهديٰ‘ ۽ ’غوثيہ مسجد شاهپور چاڪر‘ ۾ درس و تدريس، وعظ، تصنيف تاليف ۽ فتويٰ نويسيءَ جون ديني خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي. 2009ع ۾ جامعہ الازهر قاهره جي عالم ڊاڪٽر محمد خالد ثابت پنهنجي ڪتاب ’تاريخ الاحتفال بمولد النبي و مظاهره في العالم‘ ۾ دنيا جي 50 ملڪن جي عالمن جي ديني خدمتن ۽ سيرت پاڪ تي ڪيل ڪم تي روشني وڌي آهي، جن ۾ پاڪستان مان صرف هڪ مفتي عبدالرحيم سڪندريءَ جو نالو ۽ سندس زندگيءَ جو احوال شامل ٿيل آهي ۽ هي ڪتاب قاهره جي دارالمقطم شايع ڪيو آهي.

2011ع ۾ جامعہ الازهر قاهره مصر مفتي عبدالرحيم سڪندريءَ جي مدرسي صبغة الهديٰ کي الحاق ڏنو آهي. اهڙيءَ ريت هي مدرسو سنڌ جي اها پهرين ديني درسگاهہ آهي، جنهن کي جامعہ ازهر مڃتا ڏني آهي. 2012ع ۾ جامعہ الازهر جي استاد ڊاڪٽر مصطفيٰ ابو زيد الازهري المالڪيءَ ’الاوائل الازهريہ‘ نالي ڪتاب ۾ دنيا جي مشهور حديث جي سَنَدَ واري سلسلي سان مسلم، بخاري ۽ حديث جي ٻين مشهور ڪتابن جي روايت ۾ مفتي عبدالرحيم سڪندريءَ جو نالو ڄاڻايو آهي.

مفتي صاحب جي تصنيفن ۾: (1) تفسير ڪوثر شاهہ مردان شاهہ (تصحيح ۽ تحقيق)، (2) عيد ميلاد النبي صلي الله عليہ وسلم، (3) سيف سڪندري، (4) سد سڪندري، (5) سيف يزداني، (6) تحفة المومنين، (7) صحبت سپيرين جي، (8) الفتح المبين، (9) اهلسنت جا عقيدا ۽ حضرت روضي ڌڻي جو مسلڪ شامل آهن. هن وقت فتاويٰ سڪندريہ، افضليت صديق اڪبر ۽ صحيح بخاريءَ جي سنڌيءَ ۾ جامع شرح لکي رهيو آهي.

مفتي صاحب ’سلطان الواعظين‘ ۽ ’مناظر اسلام‘ جي لقب سان سنڌ ۾ مشهور آهي. هي لقب کين سنڌ جي روحاني مشائخن ۽ گادي نشينن

ڏنا آهن. مفتي عبدالرحيم سڪندري عربي ڪتابن جو وسيع مطالعو رکي ٿو. جنهن جو مظهر سنڌس عظيم الشان لائبرري آهي، جنهن ۾ ٽيهه هزار عربيءَ جا ڪتاب موجود آهن.

سنڌس لائبرريءَ ۾ سئو قلمي نسخا پڻ موجود آهن، جن مان وڏو تعداد سنڌ جي عالمن جي تصنيفن جو آهي. ان کان سواءِ عربي، فارسي، سنڌي ۽ اردو ٻولين ۾ قرآن مجيد جا پنجهتر تفسير سنڌس ڪتبخاني جي زينت آهن.

مفتي عبدالرحيم سڪندريءَ جي هڪ نياڻي حافظ قرآن آهي ۽ ٻه فرزند عالم دين آهن، جن مان مفتي نور نبي نعيمي سڪندري بهترين عالم ۽ مدرس آهي ۽ ٻيو مفتي حق نبي سڪندري ازهري 'جامعہ ازهر' مصر جو فارغ التحصيل آهي ۽ علم حديث ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪري رهيو آهي.

**سڪندري، قربان علي ڪلهوڙو:** قربان علي سڪندري، 15 آگسٽ 1947ع تي ڳوٺ وڏ پڳيا ڪلهوڙي، تعلقي پني عاقل، ضلعي سکر ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪيائين. نهايت ذڪي ۽ ذهين هجڻ سبب مائٽن هن کي وڌيڪ ديني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ 1961ع ڌاري جامعہ راشديہ درگاهہ شريف پيرجي ڳوٺ ۾ داخل ڪرايو، جتي هو وڏي محنت ۽ شوق سان درس نظامي پورو ڪري 1968ع ۾ دستار فضيلت ٻَڌي، سَند حاصل ڪري فارغ التحصيل ٿيو ۽ سڪندري عالمن ۾ شمار ٿيو. ان کانپوءِ درس ۽ تدريس جي شروعات هن ڪُهڙا شريف جي مدرسي ۽ مسجد مان ڪئي. گهڻي وقت کانپوءِ هن پنهنجي شهر پني عاقل ۾ هڪ مخير کان پلاٽ حاصل ڪري مسجد ۽ مدرسي جو بنياد رکيو، جتي هن تعمير سان گڏ امامت، خطابت ۽ درس تدريس جو سلسلو جاري ڪيو. هن پنهنجي لڳاتار اڻٿڪ محنتن ۽ ڪوششن سان ذاتي خرچ تي مسجد ۽ مدرسہ قادريہ حزب الاسلام پني عاقل جي تعمير پايہ تڪميل تي پهچائي. لڳ ڀڳ ويهن سالن تائين علمي ۽ ديني خدمتون جاري رکيون.

مولوي قربان ڪلهوڙو هڪ نهايت تجربيڪار منتظم ۽ ليکڪ هو. هن پنهنجي سموري زندگي لکڻ پڙهڻ کي ارپي ڇڏي.

هو وڏو عرصو جمعيت علماءِ سڪندريہ پاڪستان پير جو ڳوٺ جو صدر ۽ ناظم اعلىٰ رهيو. جنهن جي تنظيم، ترتيب ۽ اشاعت جا سلسلا هن بهترين انداز سان هلايا. جمعيت علماءِ سڪندريہ طرفان شايع ٿيندڙ مڪمل ڪتاب سنڌس ئي نگراني ۽ ادارت هيٺ شايع ٿي ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهتا. ماهوار الراشد پيرجو ڳوٺ جي ادارت ۽ اشاعت جو سلسلو تمام گهڻو وقت هن جي ذمي رهيو. جنهن ۾ هن پنهنجي قلم ذريعي علمي جوهر ڏيکاريا. ماهوار الهديٰ، صراط ۽ مهراڻ اخبار ۾ پڻ سنڌس ڪيترائي مضمون ۽ مقالا شايع ٿيا. تفسير ڪنزالايمان جي سنڌي ترجمي جي لکت، پروف ريڊنگ ۽ اشاعت ۾ هن اهم ڪردار ادا ڪيو. هن فقير عبدالقادر عبدي سولنگيءَ جا ڪالم ترتيب ڏيڻ ۽ ان جي اشاعت ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪيو. ان کان سواءِ هن ڪافي سارا ننڍا وڏا ڪتاب ۽ مسودا ترتيب ڏنا آهن، جيڪي اشاعت جي مرحلن مان گذري رهيا آهن. هن ملفوظات جي ڇهن جلدن ۾ پکڙيل ذخيري کي نئين سر ترتيب ڏئي، ٻن جلدن ۾ شايع ڪرايو. ان کانسواءِ 'ديوان مسڪين' (فارسي/ سنڌي)، 'اصغر سائينءَ جو ڪلام'، 'خزانة المعرفة' ۽ 'مخزنِ فيضان' (اردو ملفوظات شريف پير سيد محمد راشد روضي ڌڻيؒ) جي سوڌ سنوار ۽ اشاعت پڻ مولوي قربان علي سڪندريءَ جي محنت ۽ جفاڪشيءَ جا اهڃاڻ آهن.

سڪندري قربان ڪجهہ وقت مدرسہ صبغة الفيض شهدادپور، سنڌ ۾ پڻ علمي خدمتون سرانجام ڏنيون. ان دوران هن اتي جمعيت علماءِ سڪندريہ جي پليٽفارم تان سڪندريہ اورنٽيئل ڪاليج جو بنياد رکيو ۽ وڏي جاکوڙ کان پوءِ سرڪاري طرح رجسٽرڊ ڪرائي صبغة الفيض ڳوٺ سومر فقير هنگوري لڳ شهدادپور، سنڌ جي بلڊنگ ۾ ان جو دفتر قائم ڪيو هي هن وقت پنهنجي ڳوٺ ۾ رهي ٿو.

**سڪندري، محمد يوسف پنيرو:** ليکڪ، مترجم ۽ استاد حافظ محمد يوسف سڪندري ولد حُر مجاهد فقير امام بخش پنيرو، ڳوٺ ٽيپري پنيرا، نزد چور اسٽيشن، ضلعي عمرڪوٽ ۾، 15 فبروري 1979ع تي ڄائو. مڊل تائين تعليم ٽيپري ۽ هاءِ اسڪول چور مان حاصل ڪيائين. ان کانپوءِ مدرسہ صبغة الهدىٰ شاهپور چاڪر مان هن حفظ القرآن سان گڏ درس نظاميءَ جو عربي ڪورس پورو ڪري جامعہ راشديہ درگاهہ پير جو ڳوٺ مان دستار فضيلت حاصل ڪئي ۽ سڪندري عالمن جي تنظيم جمعيت علماءِ سڪندريہ پاڪستان جو تاحيات ميمبر بڻيو. اتان ئي سنڌس لکڻ ۽ تحقيق جو سلسلو شروع ٿيو. تعليم دوران هن مشرقي علوم ۾ بورڊ جا لاڳيتو ٽي سال امتحان ڏئي مولوي عربي، عالم ۽ فاضل عربيءَ ۾ ٻهرين پوزيشن حاصل ڪري سلور ميڊل، گورنر اوارڊ، سرٽيفڪيٽ آف ميرٽ ۽ ٻيا اعزاز ماڻيا.



حافظ محمد يوسف سڪندريءَ جا سنڌيءَ ۾ هڪ سؤ کان وڌيڪ تحقيقي مقالا ۽ مضمون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجي چڪا آهن.

ليکڪ ۽ مترجم جي حيثيت ۾ هن جا هيٺيان ڪتاب ڇهڙوڪ: (1) 'آداب المريدين، (2) تحفة المرشدين، (3) صراط الطالبين، (4) سورهيہ چيو سچ، (5) جنم گذاريم جن سان، (6) تنبيهہ الفقرا ۽ (7) ڊاڪٽر بلوچ بابت تعزيتي تاثرات' ڇپجي چڪا آهن. جڏهن تہ سنڌس ڪتاب ديوان پريداس آڏواڻيءَ جي سوانح ۽ خدمتون، صادق فقير پنيري جو ڪلام، حيات راشد، مثنوي راشدنامہ، پاڳاره خاندان جي مختصر تاريخ،

افاضات سڪندري، سفرنامو ايران ۽ عراق، ويو ونجارو اوهري ۽ حُر انسائيڪلوپيڊيا ڇپائيءَ جي انتظار ۾ آهن.

حافظ محمد يوسف پنهور، 2009ع کان ڊاڪٽر اين. اي. بلوچ ماڊل اسڪول سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس، حيدرآباد ۾ اسلاميات جو ليڪچرر آهي، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو بورڊ آف لئنگئيجز ۾ سورهيه بادشاهه چيئر جو ميمبر ۽ هن وقت قادري سلسلي جي مشهور بزرگ پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي رحمة الله عليه جي ملفوظات شريف (مجمع الفيوضات) تي پي.ايڇ.ڊي لاءِ مقالو پڻ لکي رهيو آهي.

**سڪندري، نذر حسين، ڊاڪٽر:** مشهور عالم، محقق ۽ اديب ڊاڪٽر نذر حسين سڪندريءَ جو جنم حاجي محراب خان شر جي گهر ۾ ڳوٺ مولا بخش شر، تعلقي ٺري ميرواهه، ضلعي خيرپور سنڌ ۾ 17 آڪٽوبر 1956ع تي ٿيو. سنڌس ابتدائي تعليم ۽ تربيت مدرسه صبغة الهدىٰ شاهپور چاڪر ۾ پنهنجي وڏي ڀاءُ، عالم ۽ مفتي عبدالرحيم سڪندريءَ جي زيرنگراني ٿي. ان کانپوءِ ڪيس مدرسه صبغة الفيض سومر فقير هنگورو، شهدادپور ۾ داخل ڪيو ويو، جتان درس نظامي جي تعليم مڪمل ڪرڻ بعد دستور موجب جامعه راشديه درگاهه شريف پير جو ڳوٺ مان دستار فضيلت ۽ سند حاصل ڪري، سڪندري عالمن جي صف ۾ شامل ٿي ويو. ان سان گڏ هن سڪندريه اورينٽل ڪاليج صبغة الفيض شهدادپور مان ثانوي ۽ اعلىٰ ثانوي بورڊ حيدرآباد سنڌ جا مولوي، عالم ۽ فاضل عربڪ جا امتحان پاس ڪيا. ان کانپوءِ پاڻ صبغة الهدىٰ شاهپور چاڪر ۾ تدريس سان علمي خدمتون به سرانجام ڏيڻ شروع ڪيون ۽ پنهنجي وڏي ڀاءُ علامه مفتي عبدالرحيم سڪندريءَ سان گڏ تحرير ۽ تصنيف جو ڪم پڻ شروع ڪيائين. اتان ئي سندس ادبي سرگرميون شروع ٿيون ۽ صداءِ وطن پبليڪيشن، مدرسه صبغة الهدىٰ، شاهپور چاڪر جي پليٽ فارم تان اشاعتي سلسلي کي جاري ڪيائين. ان کانپوءِ ان مفتي صاحب جي سهڪار ۽ سرپرستيءَ ۾ ماهوار 'الهدىٰ' رسالو شروع ڪيو، جيڪو ڪجھ عرصي تائين جاري رهيو، جنهن ۾ هن ايڊيٽر جي حيثيت سان علمي، ادبي، تحقيقي، سماجي ۽ ديني موضوعن تي ڪيترائي مضمون، مقالا ۽ اداريا لکي پاڻ مڃرايو. ان دوران هن وڏي جاکوڙ ۽ همت ڪري پير سائين محمد راشد روضي ڌڻي رحمة الله عليه جن جي سوانح حيات ۽ مڪتوبات تي تحقيق ڪري ڊاڪٽر غلام مصطفىٰ قاسميءَ جي سرپرستيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪئي ۽ ان تحقيقي مواد کي ڪتابي شڪل ۾ شايع ڪرايو. ان کانسواءِ ڊاڪٽر نذر حسين، علامه مفتي احمد يار خان نعيمي جي مشهور عقائد تي مشتمل اردو ڪتاب 'جاءِ الحق' جو سنڌي ترجمو ڪري شايع ڪرايو. تفسير ڪوثر شاهه مردان شاهه جي نئين سر پراڻيءَ سنڌيءَ مان جديد سنڌيءَ ۾ ٽرانسليشن، پروف ريڊنگ ۽ اشاعتي مرحلن ۾ به مفتي عبدالرحيم سڪندري صاحب سان ڊاڪٽر صاحب جي ڀرپور محنت شامل رهي. سندس مفتي عبدالرحيم سڪندريءَ کانسواءِ ٻه ٻيا ڀائر به سڪندري عالم ۽ فاضل آهن. علامه عبدالغفور سڪندري رٽائر عربي ٽيچر آهي ۽ علامه ڊاڪٽر مولا بخش سڪندري ڪراچيءَ ۾ پروفيسر هجڻ سان گڏ تصنيف ۽ تاليف جون علمي ۽ ادبي خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.

ڊاڪٽر نذر حسين هن وقت پير سيد صبغة الله شاهه شهيد ڊگري ڪاليج، سانگهڙ ۾ پروفيسر آهي ۽ گڏوگڏ جميعت علماءِ سڪندريه پاڪستان جو تاحيات ميمبر پڻ آهي.

**سڪندريه لائبريري:** سڪندريه لائبريري تعلقي ڇاڇري، ضلعي ٿرپارڪر جي ڳوٺ واوڙي اولڊ ۾ موجود آهي، جيڪا 11 نومبر 1973ع تي حافظ سخي مهراڻ قائم ڪئي، جنهن ۾ حديث، سيرت سان گڏ مذهبي، تاريخي ۽ ادبي ڪتابن جو وڏو تعداد موجود آهي. هن لائبريريءَ ۾ مخدوم عبدالله منذريؒ جو قلمي ڪتاب 'خزانة الابرار' (1189هه/1775ع) ميان محمد قاسم ڪالروءَ جو هٿ اکر قلمي ڪتاب ۽ طب اڪبريءَ جو حڪيم مولانا محمد عمر شڪارپوريءَ جي سنڌي ترجمي جو قلمي ڪتاب پڻ موجود آهي.

**سڪو** (Coin): سڪو ڌاتوءَ جو ٺهيل هوندو آهي. آڳاٽي زماني ۾ جڏهن سڪا نه هوندا هئا، ان وقت ماڻهن شين جي ڏي وٺ ڪنهن ٻئي طريقي سان شروع ڪئي. هاري ان ڏئي ڪنيار کان ٿانوَ وٺندا هئا. چند ٻڪرين جي عيوض ڏڳي وٺبي هئي. تڏهن به ماڻهن کي پريشانين کي مُنهن ڏيڻو پوندو هو. جڏهن ڌاتوءَ جي استعمال جو دؤر آيو ۽ سون،




چاندي، ٽامي ۽ پتل، گول ۽ مستطيل يا چوڪنڊا سڪا ٺاهيا ويا، جن جي اصلي هجڻ ۽ وزن جي صحيح هجڻ جي نشاني طور ملڪ جي حاڪم جو نالو، لقب ۽ ڪي خاص نشان اڪريا ويا. اهي سڪا سنڌن واپار جي ترقي ۽ ڏيتي ليتيءَ ۾ سولائيءَ جو باعث بنيا ۽ پوءِ وقت سان گڏ انهن ۾ سڌارا ايندا ويا ۽ آخرڪار اهي سڪا وقت جي ضرورت بنجي ويا. سڪن ذريعي مختلف دؤرن جي ڄاڻ ملي ٿي. ڪن سڪن تي قرآني آيتون ۽ حديثون لکيل هونديون آهن، اهي سڪا اسلامي دؤر جي مسلم حڪمرانن يا بادشاهن جا هوندا آهن. ڪن سڪن تي ديوتائن جي تصوير هوندي آهي، جنهن سان هندو هجڻ ۽ ڪن سڪن تي آتشدانن جا نشان سندس باهه جي پوڄاري هجڻ، يا ڪن سڪن تي گوتم ٻڌ جي تصوير يا

نشان سندن ٻڌ ڌرم جو پوڄاري هجڻ جا واضح ثبوت آهن. سڪن ذريعي ان دؤر ۾ رائج ٻولين جو پتو پوي ٿو. سڪن تي عربي، فارسي، سنسڪرت، يوناني، پالي ۽ خروشتي زبان لکيل آهي، جن مان هڪ علائقي ۾ هلندڙ ٻولين جي ڄاڻ ملي ٿي. ڪن حڪمرانن پنهنجي ملڪ يا ڪنهن ذاتي يادگار موقعي تي، جنهن ۾ شادي جي موقعي تي يا تخت نشين ٿيڻ واري موقعي تي ملڪ ۾ رائج ٻين سڪن کان مختلف ۽ يادگار سڪا جاري ڪيا، جن کي ڏسڻ ۽ پڙهڻ سان ان دؤر جي ڪيترن اهم ۽ تاريخي واقعن جي ڄاڻ ملي ٿي. ڪٿي ڪٿي ڪتابن ذريعي حڪمرانن جي دؤر ۽ سال جي باري ۾ مختلف تاريخن ۾ اختلاف آهن ۽ ڪن حڪمرانن جي سال جو صحيح پتو نہ ٿو پوي. سڪن وسيلي اها صحيح ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۾ مدد ملي ٿي. سڪن وسيلي مختلف حڪمرانن جي خطاب جي باري ۾ پڻ ڄاڻ ملي ٿي تہ اهي ڪهڙي لقب ۽ خطاب سان پاڻ کي سڏرائيندا هئا. سڪن وسيلي بادشاهن جي شڪلين ۽ ويس بابت بہ ڄاڻ ملي ٿي، ڇو تہ تاريخي ڪتابن ۾ ڪيترن بادشاهن جون تصويرون نہ ٿيون ملن، پر سڪن تي انهن جون تصويرون اُڪريل آهن. اهڙيءَ طرح انهن بادشاهن جون صحيح تصويرون ملي سگهن ٿيون. سڪن ذريعي بادشاهن جا صحيح نالا ۽ ولديت جي باري ۾ ڄاڻ ملي ٿي. اهڙيءَ طرح انهن شهرن جي حڪمرانن جي ڄاڻ ملي ٿي، جنهن مان ملڪي حدن جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. ،سڪن تي سن ۽ ضربخاني جي شهر جو نالو لکيل هوندو آهي، جن مان اهڙن شهرن جي قديم هجڻ ۽ آباد ٿيڻ جي تاريخ جو پتو پئجي سگهجي ٿو. اڳئين دور ۾ ٻين ملڪن جا بہ ڪافي سڪا سنڌ ۾ عام جام رائج هئا، جيئن عربي، افغاني، ايراني ۽ مستقطي سڪا وغيره. سنڌ ۾ ڪيترن ئي پراڻن شهرن ۽ قلعن جا ڪنڊرات آهن، جن جا نالا سڪن ذريعي هٿ ڪرڻ ۾ مدد ملي آهي. اهڙن سڪن وسيلي آڳاٽي دؤر جي شاعرن جي شعرجي نموني، ذهني لاڙي، ڪي قدر ملڪي حالتن جي بہ خبر پوي ٿي. سڪن سان معاشي حالت جو اندازو ٿئي ٿو. ڪن سڪن تي ٻين بادشاهن جا نالا ۽ سنڌ جي ضرب خانن جا نالا ڏسي تعجب ٿئي ٿو. تاريخ ۾ حڪومت هڪ جي ۽ ملڪ ۾ رائج سڪو ٻئي جو هو. اُن مان اندازو اُهو ٿئي ٿو تہ ان دور ۾ حڪمران ملڪي طور مڪمل طرح خودمختيار نہ هو. ڪيترن بادشاهن پنهنجي سڪن جي هڪ طرف پنهنجو نالو لقب ۽ ٻئي طرف پنهنجي راڻيءَ جو نالو اُڪرايو، جنهن سان انهن ۾ باهمي محبت جو مثال پڻ ملي ٿو. سڪن ذريعي هڪ شهر جا مختلف نالا معلوم ڪرڻ ۾ مدد ملي ٿي ۽ سڪن ذريعي جانورن ۽ ٻوٽن جي ڄاڻ ملي ٿي. ڪيترن ئي سڪن تي مختلف پکين، جانورن ۽ ٻوٽن جون اڪريل تصويرون ملن ٿيون، جن مان ان ملڪ جي پکين، جانورن، وڻن ۽ فصلن متعلق ڪافي معلومات ملي ٿي. سڪن تي اڪريل مختلف شين جي نشانن، جانورن جي شڪلين ۽ مذهبي علامتن سان ان دؤر جي بادشاهن جي ذهني لاڙي جي پوري ڄاڻ ملي ٿي.

**سڪيلڊو، محمد سومار ميمڻ**: سنڌ جي نالي واري ڪاموري محمد سومار ميمڻ تعلقي ڏيپلي ضلعي ٿرپارڪر ۾ جنم ورتو. سنڌس هڪ ڳالهہ مشهور آهي تہ جڏهن هو ٽنڊي محمد خان ۾ مختيارڪار هو تہ هن کي ٽڏهوڪي وزيراعليٰ سنڌ محمد ايوب کهڙي طرفان مير غلام عليءَ کي گرفتار ڪري منيءَ ۾ پهچائڻ جو حڪم مليو. هن فورن ڪانئس سندس ڏوهہ معلوم ڪرڻ چاهيو. جڏهن کيس پتو پيو تہ سندس اهڙو ڪو ڏوهہ نہ آهي تہ محمد سومار وزيراعليٰ جي حڪم مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. سندس انڪار تي وزيراعليٰ کي غصو آيو. جنهن هن کي صوبي بدر ڪري 'بهاولپور' بدلي ڪرائي ڇڏيو. اتي مختصر عرصو نوڪري ڪرڻ کان پوءِ واپس سنڌ آيو. ڪيترن ئي سالن کان پوءِ جڏهن هو دادو ضلعي جو ڪليڪٽر مقرر ٿيو. ان وقت محمد ايوب کهڙو اقتدار کان ٻاهر سياسي عتاب هيٺ هو. صدر ايوب هن تي ڪيترائي ڪيس مڙهي کيس گرفتار ڪرايو هو. 1959ع ڌاري ايوب کهڙي کي هڪ ڪيس جي چالان جي سلسلي ۾ ضلعي عدالت ۾ پيش ڪرڻ لاءِ ڪراچيءَ کان دادو پئي آندو ويو. ان دوران محمد سومار ضلعي جو ڪليڪٽر هو. سرڪاري حڪم تحت خانبهادر کهڙي کي سزا طور ڪجهہ دير لاءِ سيشن ڪورٽ ٻاهران تتهڻ اس ۾ ترسائڻو هو ۽ بعد ۾ عدالت آڏو پيش ڪرڻو هو. اهڙين سمورين سياسي سازشن کان واقف محمد سومار ماضيءَ جا ڏک سور وساري گاڏيءَ تي سوار ٿي شهر کان ٻاهر اچي خانبهادر کهڙي جو استقبال ڪيو ۽ کيس پنهنجي گاڏيءَ ۾ ويهاري عدالت اندر تيار ڪرايل هڪ خاص ڪمري ۾ ترسايو. سومار ميمڻ جي اهڙي ورتاءَ خانبهادر کهڙي کي پنهنجي ايامڪاريءَ جون گهڙيون ياد ڏياري ڇڏيون، جنهن ۾ هن کيس سنڌ بدر ڪيو هو.

**سڪينہ سمون**: ملڪ جي مشهور اداڪاره سڪينہ سمون، سيوهڻ شهر جي هڪ غريب گهراڻي ۾ جنم ورتو. هن شروع کان ئي ڏکن، پيڙائن ۽ محرومين جو شڪار رهي. ننڍيءَ عمر ۾ ڪن سبب جي ڪري سندس والدين سان اختلاف ٿي پيا، جنهن بعد هوءَ پنهنجي وڏيءَ ڀيڻ جي گهر، حيدرآباد هلي آئي، جتي سندس شادي هڪ غير سنڌيءَ سان ڪرائي وئي، اها شادي گهڻو وقت جٽادار ثابت نہ ٿي سگهي ۽ بدقسمتيءَ سان کيس ننڍڙيءَ عمر ۾ ئي زندگيءَ جو پهريون وڏو ڏک مليو. کيس ان مڙس مان هڪ پٽ جو اولاد ٿيو. غربت واري ماحول ۾ پلجڻ کان پوءِ کيس زندگيءَ جي ان وڏي ڏک کيس ٽوڙي وڌو.



سڪينہ سمون پنهنجي فني سفر جو آغاز 1978ع کان ريڊيو پاڪستان حيدرآباد کان ڪيو. 1979ع ڌاري ڪراچي ٽيليويزن سينٽر تي آئي، اهو دؤر سندس ڦوهہ جوانيءَ وارو هو. هن اتي پهريون پيرو

عبدالڪريم بلوچ جي لکيل ڊرامي ’بينسر ادل جي‘ ۾ سحر قريشيءَ سان هڪ فقيرياڻيءَ جو مختصر ڪردار ادا ڪيو هو. ان ڊرامي ڪانپوءِ هوءَ بيدل مسرور ۽ هارون رند جي مختلف ڊرامن ۾ ڪردار ادا ڪندي رهي.

سڪينه سمون جو فني عروج 1982ع کان شروع ٿيو. ان سال کيس اهڙا ڪردار مليا، جيڪي هر فنڪار چاهيندو آهي ته سندس قسمت بڻجي. هارون رند جي ڊرامي ’لهندڙ سج جي لام‘ ۾ سڪينه هڪ چرڪائيندڙ ڪردار ادا ڪيو. ان ڪانپوءِ محمد بخش سميجي جي ڊرامن ’اڌورا خواب‘، ’لمحن جون سرحدون‘ ۽ مني سيريل ’ٻيو شخص‘ ۾ هوءَ تمام وڏي اداڪاره طور سامهون آئي. 1982ع جي هڪ ٽماهي اهڙي به هئي، جنهن ۾ پروڊيوسر محمد بخش سميجي 13 ڊراما پيش ڪيا، جن مان 12 ڊرامن جي هيروئن سڪينه سمون هئي. اهو پي. ٽي. وي تي ڪنهن اداڪاره جو هڪ وڏو رڪارڊ آهي، جيڪو اڄ تائين ڪو به فنڪار ٽوڙي نه سگهيو آهي. انهن ڊرامن ۾ سڪينه منفرد ڪردار ادا ڪيا. سيريل ’سام‘ ۾ هن شفيع محمد شاهه سان گڏ ٽريجڪ ڪردار ادا ڪيو ۽ ان ڊرامي ۾ هن انتهائي جذباتي اداڪاري ڪئي.

1984ع اهو سال آهي جڏهن کان سنڌي ڊراما باقاعدي رنگين ڊيڪارڊ شروع ڪيا ويا، جڏهن ته ان کان اڳ ايڪڙ ٻيڪڙ رنگين سنڌي ڊراما هليا هئا. ’گفت‘ پهريون مڪمل سنڌي رنگين ڊرامو هو، جنهن جو پروڊيوسر محمد بخش سميجو هو. ان ڊرامي ۾ سڪينه سمون، شفيع محمد شاهه ۽ منصور بلوچ سان گڏ مرڪزي ڪردار ادا ڪيو. ساڳئي سال ’مٽيل رستا‘ ۾ پڻ هن بهترين اداڪاريءَ جو مظاهرو ڪيو. اردو ڊرامي ’ديوارين‘ ۾ بهترين اداڪاريءَ سبب کيس ’بيسٽ سپورٽنگ ايڪٽريس‘ جو پي. ٽي. وي اوارڊ مليو. هن اردو سيريلز ۾ ’ڇوٽي سي دنيا‘ ۽ ’جهنگل‘ ۾ پڻ بهترين اداڪاريءَ جو مظاهرو ڪيو. سڪينه سمون لاتعداد سنڌي ۽ اردو ڊرامن ۾ ڪم ڪري چڪي آهي. هڪ سنڌي ڊرامي ’ڪاڪ محل‘ ۾ هن جي ڪردار ڪافي شهرت ماڻي. هن سڄي ڊرامي ۾ بهترين اداڪاري ڪئي. سندس ان ڊرامي کي ڏسندڙ اڄ به ياد ڪن ٿا. هن ٽي. وي جي لڳ ڀڳ سڀني سينٽرن تي ڪم ڪيو. ان کان سواءِ هن اسٽيج ڊرامن ۾ پڻ ڪم ڪيو هن ٻن اردو فلمن ’روبي‘ ۽ ’سياست‘ ۾ ڪافي مقبوليت ماڻي. سڪينه سمون ’سچ‘ ڊرامي جي ڪهاڻي لکي ۽ ان ۾ اداڪاري پڻ ڪئي. ’ماروي‘ سندس آخري سنڌي سيريل هئي، جنهن بعد هوءَ 1991ع ۾ لنڊن هلي وئي. سڪينه سمون جي ٻي شادي ثاقب نالي هڪ شخص سان ٿي، جيڪو پڻ لنڊن جو رهاڪو آهي. ڪيترن سالن بعد هوءَ ڏيهه موٽي پرائيويٽ پراڊڪشن تحت ڊرامن ۾ ڪم شروع ڪيو آهي.

**سڪينه عتيق الزمان:** سنڌ جي ناليواري سماجي ورڪر، اديبه ۽ سياستدان سڪينه عتيق الزمان جو جنم نومبر 1923ع ۾ لکنو هندستان جي صوبي اتر پرديش نواب مقصود علي خان فاروقيءَ جي گهر ۾ ٿيو. هن گهراڻي جو لکنو ۾ نوابي جاهه ۽ جلال رهيو. سندس ڏاڏو نواب مجو علي خان انگريز سرڪار جو سخت مخالف ۽ باغي هو جنهن کي انگريزن سزا طور گرفتار ڪرائي چوني جي بليءَ ۾ ساڙائي ڇڏيو. هن جو سهرو چوڌري خليق الزمان مسلم ليگ جي باني ۽ تحريڪ پاڪستان ۾ صف اول جو اڳواڻ هو. بيگم سڪينه مئٽرڪ 1938ع ۾ مسلم گرلس اسڪول لکنو. بي. اي (1942ع) ۾ گوکلداس ڪاليج مراد آباد اتر پرديش انڊيا مان حاصل ڪئي. سندس شادي 1942ع ۾ چوڌري خليق الزمان جي وڏي پٽ عتيق الزمان سان ٿي، ورهاڱي بعد 1948ع ۾ انڊيا مان لڏي اچي لاڙڪاڻي جي لاهوري محلي ۾ سندس خاندان آباد ٿيو. پاڪستان ٺهڻ کان پهرين سڪينه 1944ع ۾ مراد آباد شهر ۾ يو. پي انڊيا مسلم ليگ خواتين شاخ جي جوائنٽ سيڪيٽري رهي ۽ عورتن ۾ مسلم ليگ لاءِ ڀرپور ڪري چڪي هئي. لاڙڪاڻي اچڻ بعد به مسلم ليگ سان سلهاڙيل رهي، ورهاڱي دوران هندستان مان لڏي ايندڙ جي آبادڪاريءَ لاءِ صبح کان رات تائين لاڙڪاڻو ريلوي اسٽيشن تي بيٺي هوندي هئي ۽ هندستان مان لڏي ايندڙن کي رهائش جو بندوبست ڪرڻ ۾ سڀ کان اڳيري رهي. ان دوران محمد ايوب کهڙي ۽ قاضي فضل الله ۽ ٻين کان مالي مدد حاصل ڪري پناهگيرن کي آباد ڪري سندن مالي مدد پڻ ڪيائين. پاڪستان ٺهڻ بعد پهريون دفعو 1952ع ۾ سرڪار پاران بلدياتي ادارن جون چونڊون ڪرايون ويون ته سڪينه عورتن لاءِ مخصوص سيٽ تي چونڊجي آئي.



سڪينه عتيق عورتن جي فلاح بهبود لاءِ ڪيترين ئي ڪوششون وٺي شهر ۾ عورتن کي اسپتالن ۾ سهولتن ۽ تعليم ڏيارڻ لاءِ اپاءَ ورتا. خانبهادر ايوب کهڙي کيس وزارت ۾ کڻڻ لاءِ آڇ پڻ ڪئي، پر ننڍي عمر هئڻ سبب کيس گهران اجازت نه ملي.

بيگم سڪينه کي ادب سان پڻ گهڻي دلچسپي رهي. هوءَ مشهور ادبي تنظيم ’بزم ادب‘ ساڻ سلهاڙيل رهي. جڏهن تنظيم جي باني صمد ساز بيماريءَ سبب ’بزم ادب‘ جي عهدي تان استعيفا ڏني ته 1966ع ۾ بيگم سڪينه ان ادبي تنظيم جي صدر مقرر ٿي. هن ڪيترن ئي نوجوان عورتن توڙي مردن کي سرڪاري نوڪريون وٺرائي روزگار سان لڳرايو. غريبن جي مالي مدد ڪندي هئي. 1966ع ۾ سڪينه عتيق کي آل پاڪستان وومين ائسوسيئيشن (اپوا) ضلعي لاڙڪاڻي جو صدر چونڊيو ويو. هوءَ ڪيترائي سال ليڊيز ڪلب لاڙڪاڻي جي صدر پڻ رهي. هن ڪيترائي سال پابنديءَ سان لاڙڪاڻي ۾ ’خواتين مينا بازار‘ جو بنياد وجهي بازارون لڳرايون. هيءَ پنهنجي خاندان سميت 1977ع ۾ ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير ٿي. سندس بيگم نصرت ڀٽو سان پڻ ويجها تعلقات رهيا. هن 5 جولاءِ 1988ع تي وفات ڪئي.

**سک جو سنيهو** (رسالو) : هيءُ ماهوار طبي رسالو جنوري 1916ع کان اسرار صحت دوا خانہ شڪارپور جي مالڪ حڪيم ڏنراج مل هاسانند پنجابي لڪشمي پريس شڪارپور مان ڇپائي پڌرو ڪيو، جنهن جي قيمت شهر واسين کان سال لاءِ ڏيڍ روپيو، هندستان اندر هڪ روپيو ڏهہ آنا ۽ هندستان کان ٻاهر ٻہ روپيا مقرر ٿيل هئي، رسالي جي پهرين ڪجهہ شمارن جي سر ورق تي هيٺيون شعر شايع ٿيل هوندو هو:

سنيها صحت جا جنهن مهل ايندا،
درد ۽ روڳ جا دم ان ئي مهل نيندا،
ڪار اهڙي ڪندا پيا اهي تيز يالا،
شرين تي ڪندا نت نوان اُجالا.

پنجاهہ صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن رسالي ۾ طب، صحت ۽ تندرستيءَ تي مفيد مواد پيش ڪيو ويندو هو. موضوع سان مطابقت رکندڙ تصويرون پڻ شايع ڪيون ويندڙيون هيون. هن رسالي ۾ ڪجهہ مستقل ڪالم بہ شايع ڪيا ويندا هئا، جن ۾ ٻن صفحن جو ڪالم 'ڪليل ڪڙڪي' جي عنوان سان هو، جو نهايت دلچسپ طبي تحقيقات متعلق هو، ٻيو ڪالم 'سمالوچنا' جي سري سان شامل هوندو هو، جنهن ۾ مختلف ڪتابن جو تعارف ۽ انهن تي تنقيدي رايا شايع ڪيا ويندا هئا. هن رسالي ۾ پڙهندڙن جي سوالن جا جواب بہ ڏنا ويندا هئا، هن رسالي جو هڪ شمارو 'ناري' نمبر شايع ٿيو. هن رسالي جي ادارت جا فرائض ڪيترو وقت حڪيم ڏنراج سنڀاليندو هو، بعد ۾ سندس پٽ حڪيم پڄن لال سنڀاليندو هو. هن رسالي جون 1920ع تائين 500 ڪاپيون شايع ٿينديون هيون، بعد ۾ 1935ع ۾ هزار ڪاپين تائين پهتيون. 1947ع تائين هيءُ رسالو باقاعدي شايع ٿيندو هو، ورهاڱي بعد بند ٿي ويو.

**سکر** (ضلعو) : سنڌ جو ٽيون نمبر وڏو شهر سکر هن وقت ضلعي ۽ ڊويزن جو درجو رکي ٿو. سکر ضلعي جي زميني پکيڙ 5165 چورس ڪلوميٽر آهي. جنهن ۾ پنج تعلقا سکر، نئون سکر، روهڙي، پنو عاقل ۽ صالح پٽ، 46 يونين ڪائونسلون ۽ 39 تپا آهن. پاڪستان جي قيام وقت هتان جي آبادي ساڍا ٽي لک هئي، پر تازن انگن اکرن موجب سکر ضلعي آبادي 12 لکن کان وڌيڪ آهي ۽ ان ۾ 2.88 سيڪڙي جي شرح سان اضافو رڪارڊ ٿئي ٿو. هتي تعليمي خواندگيءَ جي شرح 46.42 سيڪڙو آهي، جنهن تحت شهري آباديءَ مان 59.76 سيڪڙو، جڏهن تہ ٻهراڙيءَ مان 31.72 سيڪڙو پڙهيل لکيل ماڻهو آهن. هي ضلعو تيزيءَ سان ترقي ڪري رهيو آهي. هتي سيمينٽ، ڪنڊ، گيهہ، ڪپهہ، ڪٽڪ، چانورن ۽ بسڪيٽن جا ڪارخانا، کير/ ڊيري جي صنعت، چوپائي مال توڙي اناج جي وڏي منڊي آهي. سکر شهر روڊ، ريل ۽ هوائي رستي سڄي ملڪ توڙي دنيا سان ڳنڍيل آهي.

سکر ضلعي جي سراسري طور موسم خشڪ ۽ سخت گرم، جڏهن تہ سياري ۾ گهڻي ٿڌي رهي ٿي. سکر ضلعي جي 487،721 ايڪڙ زمين زرخيز ۽ آباديءَ لائق آهي، سنڌوءَ جي وهڪري سبب پاڻيءَ جي کوٽ نہ ٿي ٿئي، هتان جي مکيہ فصلن ۾ ڪپهہ، چانور، ڪڻڪ، مڱ، ٻاجهري، مٽر وغيره آهن. هتي ڪيلن ۽ ڪجين جا وڏا باغ بہ آهن. سکر ضلعي ۾ ٿهيل پڪن روڊن جي ماپ لڳ ڀڳ 918 ڪلوميٽر آهي. سکر ضلعي جي آباديءَ مان اڪثر سنڌي ڳالهائيندڙ جڏهن تہ اقليت ۾ سرائيڪي، اردو، بلوچي، براهوي ۽ پشتو ڳالهائيندڙ بہ آباد آهن. هن ضلعي ۾ پنج ريلوي اسٽيشنون آهن، جن مان روهڙي ملڪ جي ٻيو نمبر وڏي ريلوي جنڪشن آهي، جڏهن تہ پنو عاقل، منڊوديرو ۽ سانگي ريلوي اسٽيشنون ڪراچيءَ کان پشاور ريلوي ٽريڪ تي آهي، ۽ سکر اسٽيشن، ڪوئٽا واري ٽريڪ تي ٺهيل آهي.



سکر ضلعي جي تعليمي صورتحال بہ بهتر رهندي آئي آهي. هن ضلعي ۾ ڪل 1128 پرائمري اسڪول، 113 مڊل اسڪول، 65 هاءِ اسڪول، 180 نجي تعليمي ادارا ۽ اسڪول، 7 ڪاليج، هڪ لا ڪاليج، 10 ووڪيشنل ٽريننگ انيسٽيٽيوٽ ۽ 107 کن ديني درسگاهون ۽ مدرسا موجود آهن. سکر شهر ۾ غلام محمد ميڊيڪل ڪاليج 2003ع کان قائم آهي، جڏهن تہ تازو اتي بيگم نصرت ڀٽو وومين يونيورسٽي قائم ڪرڻ جو اعلان بہ ٿيو آهي. سکر تعليمي بورڊ جو ريجن خيرپور، نوشهروفيروز ۽ گهوٽڪي ضلعن تائين آهي. ضلعي ۾ موجود ڊگري ڪاليجن ۾ سائنس توڙي آرٽس ۾ گريجوئيشن ۽ ماسٽرس ڊگري پروگرام هلن ٿا. هڪ ٽيچنگ اسپتال بہ سکر ۾ قائم آهي، صحت جي حوالي سان سرڪاري توڙي خانگي اسپتالن ۾ جديد طريقي سان علاج جون سهولتون موجود آهن. هتي 3 ڊسٽرڪٽ هيڊ ڪوارٽر اسپتالون، 2 تعلقي اسپتالون، 2 گورنمينٽ اسپتالون، 2 ماءُ ۽ ٻار جي صحت جا مرڪز، 3 رورل هيلٿ سينٽر، 26 بيسڪ هيلٿ يونٽ، 7 ڊسپينسريون، 33 ٽي. بي جي علاج جا مرڪز، ڪيترائي ميٽرنٽي هوم ۽ 46 جانورن جون اسپتالون قائم ٿيل آهن.

سکر ضلعي ۾ هڪ ايئرپورٽ (سکر ايئرپورٽ)، 2 بس ٽرمينل، رهائشي هوٽل ۽ تفريحي ماڳ بہ موجود آهن. (وڌيڪ ڏسو سکر-شهر).

سکر ضلعي جي مشهور ماڳن ۾ اروڙ جا تاريخي آثار، محمد بن قاسم جي مسجد، معصوم شاهه جو منارو، ستين جو آستان، بکر قلعو، درياهه جي بيٽ ۾ قائم ساڌ ٻيلو، قادر بخش جا قبا، حضور صلي الله عليه وسلم جن جو وار مبارڪ، آدم شاهه جو مقبرو، لاکين جو دڙو (جيڪو موهن جي دڙي سان مشابهت رکي ٿو)، ڪالڪا ديويءَ جو مندر شامل آهن. جڏهن ته هتان جي مشهور درگاهن ۽ مسجدن ۾ روهڙيءَ جي جان الله شاهه جي مسجد، حضرت بيدل فقير جي درگاهه، جيئي شاهه بادشاهه جي درگاهه، اهڙي طرح پني عاقل تعلقي ۾ به ڪي تاريخي ماڳ موجود آهن. جن ۾ باعد پير جو قبرستان، جيڪو 185 ايڪڙن تي ڦهليل آهي، ان ڪانسواءِ آريئڙو، هندن جا مندر ۽ سماڌيون وغيره. ٺيڪراٽي مبارڪپور مان به تاريخي آثار مليا آهن. صالح پٽ تعلقي ۾ به قديم آثا مليا آهن.

**سکر** (شهر): سنڌو درياهه جي ساڄي ڪپ تي واقع سنڌ جو هيءُ خوبصورت شهر هڪ زماني ۾ مصروف بندر پڻ رهيو آهي. سنڌ جو هي ٽيون نمبر وڏو شهر 27.69 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68.84 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. سمنڊ جي سطح کان سراسري 200 فوٽ مٿانهين تي موجود هي شهر اتر سنڌ جو سڀ کان وڏو ڪاروباري مرڪز آهي. قدرتي طور سکر شهر ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي، هڪ جابلو ٽڪرين وارو ۽ ٻيو ميداني علائقو، جتي سرڪاري دفتر، ڪورٽون، ميونسپالٽيءَ جون آفيسون، شاپنگ سينٽر، اسڪول، ڪاليج، ڪارخانا، بجلي گهر، هوٽل،



سکر شهر جو هڪ منظر

راندين جو ميدان، پارڪ، بئنڪون، گهر، بنگلا، ولين جا مقبرا، ايئرپورٽ ۽ ٻيون ديده زيب عمارتون ٺهيل آهن. تازن انگن اکرن موجب هن شهر جي آبادي 417923 آهي. هتان جي موسم اونهاري ۾ سخت گرم ۽ خشڪ ۽ سياري ۾ سرد ٿئي ٿي. سکر شهر روڊ ۽ ريل رستي سڄي ملڪ سان جڙيل آهي، هتي ايئرپورٽ به قائم آهي.

**سکر جي مختصر تاريخ:** هي شهر قدامت جي لحاظ کان جهونو شهر آهي. سکر جي نالي بابت مختلف تاريخن ۾ مختلف روايتون مليون آهن. سکر بابت آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس جي ڇپايل محمد صديق ميمڻ جي ڪتاب (Sukkur: Then & now) موجب، جي. اين مهتا 1910ع ۾ جڏهن بمبئي سرڪار پاران هتي جاچ آفيسر ٿي آيو ته هن سکر بابت پنهنجي رپورٽ ۾ هن طرح لکيو: "چيو وڃي ٿو ته هيءُ وسندي 375ع ڌاري هندو برهمڻ ويرپام (بيرمانجي) آباد ڪئي ۽ سندس وفات کانپوءِ 492ع ڌاري سندس پوين هن وسنديءَ کي 'شڪر' جو نالو ڏنو جو



بيرمانجي شڪروار (جمعي جي ڏينهن) ديهانت ڪيو. جيڪو لفظ اڳتي بگڙجي سکر ٿيو. انهيءَ سميت ٻيون به ڪي ڪمزور ۽ من گهڙت روايتون به لکيون ويون آهن. جيئن چيو ويو ته محمد بن قاسم هن علائقي جي ويجهو پهتو ته هتان جي گرم آبهوا ڏسي چيائين "کانه هـٰذا سقر" يعني ته دوزخ جهڙو آهي ۽ پوءِ سقر لفظ بگڙجي سکر ٿيو. پر انهيءَ روايت کي نامياري محقق رحيمداد مولائي شيدائي ڪمزور ۽ من گهڙت قرار ڏيندي لکيو ته: "محمد بن قاسم 6 صديون اڳ آيو. ۽ هو سکر نه بلڪ اروڙ کانپوءِ ملتان ڪاهه ڪري ويو هو." پران جي برعڪس هندستان جي ورهاڱي کان ڏهاڪو سال اڳ جي آيل اسڪول جي هڪ هندو ماستر پرسرام ويرومل مستند، سکر شهر جي مختصر تاريخ 'سکر سونهارو' (Sukker the sweet) نالي سان تصنيف ڪئي. ان حاشيي ۾ حوالو ته ڪونه ڏنو اٿائين، پر لکيائين ته: "محمد بن قاسم ٿڪو ماندو جڏهن هتي پهتو ته هتان جي شادابيءَ کي ڏسي خداوند ڪريم جو شڪر ادا ڪيائين ۽ سندس لفظ 'شڪر' بدلجي سکر ٿيو. ان کان علاوه سکر ۾ ڪمند جي پوک ۽ ڳاڙهي کنڊ (شڪر) به ٺهندي هئي، جنهنڪري به شڪر لفظ ڦري سکر ٿيو هوندو. ڪي وري لکن ٿا ته سکين ستابن ماڻهن جي ڪري 'سُکر' لفظ پوءِ سکر بڻيو. جڏهن ته المسعودي سکر کي 'شاڪرا' لکيو آهي. تاريخ طاهري ۾ 'شڪوره' ۽ چچ نامه ۾ وري 'سکه' لفظ استعمال ڪيو ويو آهي، جڏهن ته اهو لفظ بحث سمجهندي اڪثر مؤرخن ان کي اهميت نه ڏني. مولائي شيدائيءَ 'سکر' ٺيٺ سنڌي ٻوليءَ جو لفظ ڄاڻايو آهي، جنهن جي معنیٰ شريف، صحتمند، فارغ البال، بيان ڪئي اٿائين. گهڻن اوليائن جي موجودگيءَ

سبب هن شهر کي سکر شريف به لکيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح سکر ۽ روهڙيءَ وچ ۾ واقع ننڍڙو ٻيٽ بکر به سکر جي اڄار جهڙو آهي.

787ع ڌاري خليفي هارون الرشيد جي جرنيل شيخ ابو تراب اروڙ جي ويرانيءَ بعد هتي شهر آباد ڪيو ۽ ان جو نالو 'فرشه' رکيائين. پوءِ تيرهين صدي عيسويءَ ۾ سيد محمد مڪيءَ جي اچڻ بعد ان جو نالو 'بکر' ٿيو. سومرن جي دور ۾ سنڌ اندر پهرين سهروردي صوفي خانقاهه به بکر ۾ قائم ٿي. بکر جي قلعي ۾ مغل رهندا هئا. انهيءَ قلعي کي ڪنهن وقت مرڪزي حيثيت حاصل هئي، جو فوجي مهمون هتان روانيون ٿينديون هيون. (وڌيڪ ڏسو: بکر، جلد پهريون)

**نئين سکر جي ابتدا:** سکر جي نئين تعميري ابتدا 1842ع ڌاري ٿئي ٿي، جڏهن انگريزن سنڌ تي قبضي بعد سکر کي فوجي لشڪر جو هيڊ ڪوارٽر بڻايو. انهيءَ کان اڳ رياست خيرپور جي ميرن جي اجازت سان هتي هڪ فوجي ڇانوڻيءَ جو قيام عمل ۾ آيو هو. انگريزن جي قبضي ۾ پراڻو سکر هو. نئين سکر جو وجود بعد ۾ ٿيو. جتي اڳ ۾ گهاٽو جهنگ هو ۽ خوفناڪ جانور به اتي رهندا هئا. انگريزن انهيءَ جهنگ کي ڪٽرائي صاف ڪيو ۽ اتي هنن ملٽريءَ جو مرڪز قائم ڪيو. جنهن بعد آبادي وڌندي وئي ۽ هي شهر تعميري ترقيءَ تي گامزن ٿيو. عاليشان محلاتون، پهاڙين تي سرڪاري دفتر ۽ رهائشگاهون تعمير ٿيون. 1845ع ڌاري هڪ مهلڪ بيماريءَ منهن ڪڍيو جنهنڪري 500 کان وڌيڪ فوجي مري ويا. اهو ڏسي چارلس نيپئر باقي فوج کي ٻئي هنڌ منتقل ڪيو. 1842ع ۾ سکر شهر شڪارپور ضلعي ۾ هو ۽ 1883ع ۾



ضلعي هيڊ ڪوارٽر بڻيو. ڪي محقق ان جو سال 1901ع پڻ لکن ٿا. جنهن بعد وڌيڪ ترقي ٿي ۽ شڪارپور جي تجارت به گهٽجي ياڳي سکر ۾ منتقل ٿي.

سکر جي تڏهوڪي حاڪم ميئو صاحب شهر کي ترقي وٺرائي، بندر تي وڻ پوکرايائين، ماڻهن کي مفت پلاٽ به ڏنائين. 1887ع ۾ ڪراچي، ڪوٽڙي، ملتان ۽ لاهور وچ ۾ ريلوي لائين وڇائي وئي ته سکر ۾ ٻين شهرن جي آمدرفت به گهٽي ٿي. هي سنڌوءَ ڪناري هئڻ ڪري اهم بندرگاهه ليکجڻ لڳو 1924ع ۾ سکر بئراج جو ڪم شروع ٿيو جنهنڪري وسيع علائقي جو آبپاشي نظام بهتر ٿيو. انهيءَ کان اڳ 1889ع ۾ لئنسڊائون پل تيار ٿي ته سکر شهر روهڙي رستي ملتان سان ريل ۽ روڊ رستي ڳنڍجي ويو. شهر جي اولهه ۾ نئين وسندي آباد ٿي، جنهن کي 'بئراج ڪالوني' جو نالو ڏنو ويو.

**لئنسڊائون پل:** هي شهر لئنسڊائون پل ۽ سکر بئراج جي ڪري به مشهور آهي، اهي ٻئي تعمير جا نادر نمونا آهن. لئنسڊائون پل دنيا جي ٻيو نمبر اهڙي پل ليکي وڃي ٿي، جنهن کي متحرڪ يعني (Suspention Bridge) چيو وڃي ٿو اها پل مضبوط گارڊرن تي ٺهيل آهي، هيءَ پل سکر ۽ روهڙيءَ کي پاڻ ۾ ملائي ٿي. 1879ع کان 1889ع



تائين ريلوي جا سامان ۽ مسافر مال بردار جهاز انهيءَ پل ذريعي گذاريا ويندا هئا. بمبئيءَ جي گورنر مارچ 1889ع ۾ پل جي تعمير مڪمل ٿيڻ تي ان جو افتتاح ڪيو. جنهن تي نالو به گورنر 'لارڊ لئنسڊائون' جي پٺيان 'لئنسڊائون پل' رکيل آهي.

روهڙيءَ پاسي کان اها پل بنا ٿنڀن جي ٺهيل آهي. انڪري پهريون ڀيرو جڏهن ان تان ريل جي انجڻ کي گذارڻو هو ته ڊرائيور انڪار ڪيو ۽ بعد ۾ هڪ قيدي، جيڪو شيدي نسل مان هو، ان حامي ڀري ۽ بئلسٽ ٽرين انهيءَ پل تان گذاري ڏيکاريائين. موٽ ۾ کيس انعام به مليو ۽ قيد مان آزادي به ڏني وئي. انهيءَ واقعي بعد ماڻهن جو خوف گهٽ ٿيو ۽ سکر-روهڙيءَ وچ ۾ آمدرفت انهيءَ پل ذريعي ٿيڻ لڳي. لڳ ڀڳ سوا صدي گذرڻ باوجود لئنسڊائون پل هڪ خوبصورت ڏيک ڏئي ٿي، پر اڄڪلهه ان تان بس ۽ ٽرڪ وغيره جي گذرڻ تي پابندي مڙهيل آهي. اڄ هيءَ پل صرف عام گذرگاهه لاءِ آهي، ڇاڪاڻ ته 1967ع ۾ پل جي پرسان ئي ٿوري تبديليءَ سان ريلوي ڪراسنگ لاءِ الڳ پل ٺاهي وئي، جنهن جو نالو 'ايوب پل' رکيو ويو.

لئنسڊائون پل پرسان درياهه جي ٻيٽ ۾ موجود ٽڪريءَ تي ساڌ ٻيلو آستان، ستين جو آستان، بابا بنکنڊيءَ جو مندر به ڏسڻ وٽان آهن. ساڌ ٻيلي ۾ هر سال ميلو به مچي ٿو جنهن ۾ هند سنڌ جا ياتري اچن ٿا.

سکر جي لائيڊ بئراج دنيا جي وڏين بئراجن ۾ شمار ٿئي ٿي، ڇاڪاڻ ته اهو بئراج به دنيا جي معيار موجب آبپاشيءَ جو وڏو نظام فراهم ڪري ٿو. انهيءَ بئراج جو ڪم 1923ع ۾ شروع ٿيو ۽ 1932ع ۾ پورو ٿيو. بمبئيءَ جي گورنر لائيڊ جي نالي سان منسوب انهيءَ بئراج کي ميٽوڙي رنگ جي پٿر ۽ فولاد سان ٺاهيو ويو آهي. سکر بئراج جي ڊيگهه 4725 فوٽ آهي، ان جا 66 دروازا آهن. هر دروازو 22 وال ڊگهو آهي. هي سنڌوءَ جي پاڻيءَ مٿان 60 فوٽ ڊگهي SPAN تي تعمير ڪيل آهي. سکر بئراج جي تعمير بعد پاڻيءَ جي ورهاست جو نظام ۽ زرعي انقلاب آيو. انهيءَ مان سنڌ جا اڪثر ضلعا زرخيز ٿين ٿا ۽ سيلابي وهڪرن کي پڻ برداشت ڪري ٿو. سنڌو درياءَ جو خوبصورت نظارو به سکر بئراج وٽان ڏسجي ٿو. درياهه جي ڪناري 'لب مهراڻ' نالي پارڪ پڻ ٺاهيو ويو آهي (**وڌيڪ ڏسو: سکر لائيڊ بئراج**).

سکر جي سونهن بابت ڪئپٽن پوسٽن لکيو هو ته: "سنڌو نديءَ جي گذرگاهن ۾ شايد ئي اهڙو ڪو دلڪش هنڌ هجي، جهڙو حسين منظر سکر وٽان نظر اچي ٿو." ديوان ڏيارام گدو مل ڪجهه عرصو هتي رهيو ۽ سکر جي چانڊوڪي راتين کي نه وساري سگهيو. اهڙي طرح هڪ انگريز سياح سکر بابت لکيو ته: "جيڪڏهن ڪو لئنسڊائون پل تي چڙهي ڏسندو ته هڪ طرف روهڙي شهر ۽ ٻئي طرف سکر شهر، وچ تي ساڌ ٻيلو هڪ عجيب خوبصورتي نظر ايندي. اگر هي شهر يورپين وٽ هجي ها ۽ ان جي هنج ۾ درياهه وهي ها ته اتان جا ماڻهو توڙي حڪومت لکين پائونڊ خرچ ڪري ان جي خوبصورتيءَ کي وڌائين ها."

سنڌ جي عظيم شاعر شيخ اياز وڪالت دوران ڪجهه عرصو سکر ۾ گذاريو. پير علي محمد راشدي 'زميندار' اخبار ڪڍڻ وقت سکر ۾ ئي رهندو هو. ناميارو ترقي پسند اديب رشيد ڀٽي به سکر ۾ رهندو هو. سندس وڏن جو تعلق اروڙ سان هو. ڪامريڊ برڪت علي آزاد به گهڻو وقت سکر ۾ گذاريو 'المنار' اخبار جي ايڊيٽر حافظ عبدالحميد پٺيءَ جي پريس به سکر ۾ هئي.

موجوده دور جي شاعرن ۽ اديبن ۾ فتاح ملڪ، اياز گل، ادل سومرو، ممتاز صحرائي، شوڪت خواجائي (مرحوم)، مهر خادم، نعيم شيخ ۽ ٻين جو تعلق به سکر سان رهيو آهي. سنڌ جي ديش ڀڳت بهادر شهيد هيمون ڪالاڻيءَ جو گهر به سکر ۾ هو.

سکر بئراج سان لڳولڳ درياهه جي ڪاهي ڪپ تي سکر سينٽرل جيل جي عمارت واقع آهي، جيڪا 1938ع ۾ ٺهي هئي. اتان ئي خيرپور ضلعي طرف به رستو وڃي ٿو. شهر جي خوبصورتي ڏسڻ لاءِ اڄ به ماڻهو معصوم شاهه جي مناري تي چڙهي، درياهه جي ڪناري تي آباد هن شهر جو نظارو ڪن ٿا. هي منارو مير معصوم شاهه بکريءَ آباد ڪرايو. جيڪو اڪبر بادشاهه جي دور ۾ 1594ع ڌاري ٺهڻ شروع ٿيو ۽ 1617ع ۾ ٺهي راس ٿيو. انهيءَ مناري جي ڊيگهه به 84 فوٽ، بنيادي قطر جي ويڪر به 84 فوٽ، جڏهن ته چڙهڻ لاءِ ڏاڪا به 84 ٺهيل اٿس.

سکر جو مرڪزي ٽاور 'گهنٽا گهر' سندر داس ڏيٺو مل جي نالي سان منسوب آهي، جيڪو وچ شهر ۾ وڪٽوريا مارڪيٽ ٻاهران تعمير ڪيو ويو. 90 فوٽ ڊگهو ۽ 35 فوٽ ويڪرو هي ٽاور 1937ع ۾ ٺهي راس ٿيو جيڪو سندر داس جي ياد ۾ سندر شيوڪ سڀا ۽ سيٺ واڌو مل نيڀائومل جي خرچ تي تعمير ٿيو. رات جي وقت روشنين سان چمڪندڙ هن ٽاور جو افتتاح ٺڏهوڪي ڪليڪٽر ميرچنداڻيءَ ڪيو. انهيءَ ڪانسواءِ سکر شهر ۾ سبزي، اناج، مرچن، مصالحن توڙي فروٽ جي وڏي مارڪيٽ قائم آهي. اليڪٽرانڪس ماڪيٽ، گارمينٽس مارڪيٽ سميت ڪئسٽن ۽ سي ڊيز جي هول سيل جو ڪاروبار به هتي عروج تي آهي. سکر پريس ڪلب ليوڪس پارڪ جي ڀرسان ٺهيل آهي. ساڳئي ئي علائقي ۾ رومن ڪئٿولڪ چرچ به موجود آهي، جيڪا 1885ع ۾ ٺهي، جڏهن ته چرچ آف انگلنڊ، سٽي ڪورٽ ڀرسان ٺهيل آهي، جيڪا 1888ع جي تعمير آهي. انهن ٻنهي کان اڳ 1880ع ۾ وري انگلش چرچ ٺهي، جيڪا امپيريل بئنڪ جي سامهون آهي. سول اسپتال سکر 1880ع ۾ پراڻي سکر ڀرسان ريلوي لائين لڳ ٽڪريءَ تي ٺاهي وئي، پهريان اها فوجي بئرڪ هئي. سول اسپتال اڄ به انهيءَ هنڌ تي آهي. ساڳئيءَ ٽڪريءَ تي ڪمشنر آفيس به ٺهيل آهي. سکر جي جنرل پوسٽ آفيس 1929ع کان قائم آهي، اها عمارت چانڊواڻي گرلس اسڪول جي سامهون موجود آهي. ڀرسان نمر واري چاڙهيءَ جو علائقو موجود آهي، اتي ڪتاب گهر ۽ اسٽيشنريءَ جي مارڪيٽ آهي. اهي گهٽيون هيٺ لهندي صراف بازار ۽ شاهي بازار ڏانهن وڃن ٿيون، جتي ڪپڙن، جوتن ۽ سونارن جا دڪان آهن. ڪليڪٽر آفيس ڀرسان ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جي عاليشان عمارت آهي، جيڪا 1939ع ۾ ٺهي، ان وچ ۾ قيصر هال به ٺاهيو ويو، جيڪو لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽ خانبهادر قيصر خان جي نالي منسوب آهي. عيدگاهه سکر جي سامهون ٽڪريءَ تي لئنسڊائون ٽاور 1940ع ۾ ٺهيو، جيڪو سکر جي ڪليڪٽر ٽي. ٽي. ڪوٺاوال جي ڪوشش سان تعليم جي آگاهيءَ وارن مقصدن تحت ٺاهيو ويو. ان وقت جي وزير تعليم پير الاهي بخش پاران جهالت خلاف مهم هلائي وئي هئي. سکر کي ميونسپالٽيءَ جو حق 1856ع ۾ حاصل ٿيو. 1911ع ۾ سکر ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ خود مقرر ڪرڻ جو حق مليو، جنهن تحت ڀوڄسنگهه پهريون پريزيڊنٽ مقرر ٿيو. سکر جي قديم جنرل لائبرري 1835ع ۾ قائم ٿي، جيڪا انڊس فلوٽيلا ڪمپنيءَ پنهنجي ملازمن لاءِ قائم ڪئي. اهو ٽالپرن جو دور هو. پهريان ان لائبرريءَ ۾ انگريزي ڪتابن جو گهڻو تعداد هو. بعد ۾ فارسي، عربي ڪتاب ۽ ناياب نسخا به رکيا ويا. 1893ع ۾ ان جي رجسٽريشن جنرل لائبرريءَ جي حيثيت ۾ ٿي. بعد ۾ سنڌي قلمي نسخا ۽ ڪي ڇپيل ڪتاب به اچڻ لڳا. هن وقت لائبرريءَ ۾ چاليهن هزارن کان وڌيڪ ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن جي داخلا ٿي چڪي آهي. سکر جي مشهور مسجد منزل گاهه بندر روڊ سان لڳ قائم آهي، انگريزن انهيءَ مسجد کي 1843ع ۾

پنهنجي تحويل ۾ وٺي هندن جي دلجوئي تہ ڪئي، پر وقفي وقفي سان مسجد جي آزاديءَ لاءِ مسلمان 1920ع ۽ 1937ع ۾ سرگرم رهيا. 1938ع ۾ شهيد الله بخش سومري جي وزارت دوران ان تحريڪ زور ورتو. بعد ۾ 1941ع ڌاري مسجد منزل گاهہ مسلمانن جي قبضي ۾ آئي ۽ ان ۾ باقاعدگيءَ سان نماز شروع ٿي. ان موقعي تي فساد بہ ٿيا، جن سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب کي جيڪو نقصان پهچايو آهي، ان جو ازالو اڃا نہ ٿي سگهيو.

سکر ۾ تفريحي مرڪز جيتوڻيڪ گهٽ آهن، پر تنهن هوندي بہ ماڻهو شام جي وقت لب مهراڻ، ليوڪس پارڪ، قاسم پارڪ يا فاسٽ فوڊ جي مرڪزن جو رخ ڪن ٿا. سکر هن وقت ڊويزن ۽ ضلعي جي حيثيت رکي ٿو (وڌيڪ ڏسو سکر ضلعو).

سکر جي اتر ۾ جيڪب آباد ۽ شڪارپور، ڏکڻ ۾ خيرپور، اوڀر ۾ گهوٽڪي ۽ اولهہ ۾ لاڙڪاڻي جون حدون ملن ٿيون. ڪاروباري حوالي سان هن وقت هي شهر شاهوڪار آهي، جڏهن تہ تعليمي ادارن ۽ صنعتي پيداوار جو بہ مرڪز آهي. هتي هڪ ميڊيڪل ڪاليج بہ قائم ٿي چڪو آهي، جڏهن تہ نصرت ڀٽو وومين يونيورسٽيءَ جي قيام جو اعلان پڻ ٿيو آهي. ان ڪانسواءِ آءِ بي. اي سکر پبلڪ اسڪول، اسلاميہ ڪاليج، ڪيترائي هاءِ اسڪول، مڊل ۽ پرائمري اسڪول بہ قائم آهن. سکر ۾ سيمينٽ، کنڊ، چانورن جي ڇڙائي، بسڪيٽ، مشروب ۽ ٻيون صنعتون بہ قائم آهن. هتي ڪيرُ منرل واٽر ۽ آڪسيجن گئس جا پلانٽ بہ آهن. سکر ۾ ٻيڙيون ناهڻ وارا ڪاريگر بہ گهڻي تعداد ۾ موجود آهن، جن جون ناهيل ٻيڙيون مقامي ملاح بہ استعمال ڪن تہ اهي ٻاهران آرڊر تي بہ ناهيون وڃن ٿيون. هتي ايشيا جي وڏي ۾ وڏي 'ڇوهارا منڊي' بہ قائم آهي. سکر وٽ درياهہ ۾ دنيا مان ختم ٿي ويل 'انڌي ٻلهڻ' جي ناياب نسل جي افزائش بہ ٿئي ٿي، جنهن کي 'انڊس ڊولفن' (Indus Dolfin) چيو وڃي ٿو.

سکر گهمڻ لاءِ ايندڙ سياحن توڙي عام ماڻهن لاءِ موجود ماڳن جو وچور هن ريت آهي: (1) معصوم شاهہ جو منارو، (2) آدم شاهہ جو مقبرو، (3) سيد مڪي شاهہ جي درگاهہ، (4) عبدالباقي پوراني جو مقبرو، (5) مسجد منزل گاهہ، (6) هشت پهلو گنبذ (منزل گاهہ)، (7) شاهہ خيرالدين جو مقبرو، (8) شاهہ جو اوتارو / لطيف جو مقام، (9) ساڌ ٻيلو (وڌيڪ ڏسو: بابا بنکنڊي، جلد پهريون)، (10) لئنسڊائون پل، (11) جامع مسجد، (12) لب مهراڻ، (13) ميونسپل اسڪول، (14) شاهہ جو اوتارو نزد ٿرمل پاور، (15) لاکو پير، (16) بکر جا قديم آثار ۽ قلعو، (17) مرزا صلاح الدين بکري، (18) مرزا نوح بکري، (19) خواجہ خضر جو آستانو، (20) محبوب ڳوٺ وارو قبرستان، (21) لاکين جو دڙو، (22) عيد گاهہ ۽ ٻيا ڪيترائي ماڳ آهن.

**سکر بئراج**: سکر بئراج دنيا جي عجائبات ۾ شامل ڪيو وڃي ٿو. 13 جنوري 1932ع تي گورنر لائيڊ جارج ڪئنالن جي واهڻ جو پهريون پيرو افتتاح ڪيو. هن بئراج جي ڊيگهہ 4925 فوٽ، يا هڪ ميل، يعني سوا ڪلوميٽر آهي. ان وقت هي دنيا جو وڏي ۾ وڏو بئراج تسليم ڪيو ويو. هينئر دنيا جو ٻيو نمبر ۽ ايشيا جو وڏي ۾ وڏو بئراج آهي. هن بئراج کي 66 فولادي دروازا آهن. هر هڪ دروازو 60 فوٽ ويڪرو آهي ۽ هر دروازي جو وزن 50 ٽن آهي. هڪ دروزي تي ان وقت اندازاً هڪ لک روپيا خرچ آيو. دروازن کي بجلي کان علاوه هٿ سان بہ هيٺ مٿي ڪري سگهجي ٿو. 60 چڪر هٿ سان ڏبا تہ در هڪ انچ هيٺ يا مٿي ٿيندو. اهڙيءَ طرح دروازو هڪ انچ مٿي کڄڻ سان 2 سو ڪيوسڪ پاڻي خارج ٿيندو. 1985ع ۽ 1986ع ۾ بئراج جا ٽوٽل دروازا تبديل ڪيا ويا. 1983ع ۾ 31 نمبر دروازو ٽٽي پيو هو. پاسي کان 3 واهہ، ڪيرٿر ڪئنال، رئيس ڪئنال ۽



دادو ڪئنال نڪرن ٿا. جڏهن تہ کاٻي طرف کان 9 واهہ، ايسٽرن نارا ڪئنال، خيرپور فيڊر ايسٽ، روهڙي ڪئنال ۽ خيرپور خيبر ويسٽ نڪرن ٿا ۽ واٽر ڪورسن جي ڊيگهہ 47800 ميل آهي. شروع ۾ هن بئراج جي رٿا تي 54 لک ايڪڙ زمين آباد ٿيندي هئي. ۽ هاڻي 80 لک ايڪڙ زمين آباد ڪري ٿو. هي بئراج سنڌ جي اپت ۾ 33 سيڪڙو چانور، 35 سيڪڙو ڪپهہ، 55 سيڪڙو ڪمند ۽ 85 سيڪڙو ڪڻڪ ڏئي ٿو. انگريز انجنيئرن سنڌو ماٿري کي دنيا جو وڏي ۾ وڏو آبپاشي نظام ڏنو. هنن واهن جي کوٽائي ۽ انهن ۾ پاڻي وهائڻ جو هڪ اصول بہ ڏنو، جيڪو هاڻي جتي ڪٿي رائج آهي. هن بئراج تي اٽڪل 25 ڪروڙ روپيا خرچ ٿيو. اهو قرض هند سرڪار کي 75 سالن ۾ وصول ڪرڻو هو. پر هن بئراج جي جاري ٿيڻ سان هن صوبي جي زرعي اپت ۾ ايترو تہ اضافو ٿيو، جو سمورو خرچ لهي ويو. سنڌو جا ٻيا بئراج ورهاڱي کان پوءِ تعمير ڪيا ويا آهن. انهن سڀني کان سکر وارو بئراج وڌيڪ خوبصورت ۽ من موهيندڙ آهي. هيءَ ماڳ ميداني علائقن جي ٻين مڙني جاين کان وڌيڪ سهڻو آهي. چاڪاڻ تہ سنڌو ٻين هنڌن تان وارياسن پٽن کان ور وڪڙ ڪري وهندي آهي. پر هتي ٻن ٽڪرين وچان وهي ٿي ۽ لائيڊ بئراج جو ان هنڌ تي ناهڻ جو جواز ڪوٽڏجيءَ جي ٽڪرين جي موجودگي آهي، جيڪي انهيءَ بئراج لاءِ مضبوط بنياد فراهم ڪن ٿيون. هن بئراج جي نهڻ سان سنڌ ۾ وڏو زرعي انقلاب اچي ويو ڇو تہ هن بئراج جي تعمير سنڌ جي پيداواري قوتن ۾ اضافو آندو. حقيقت ۾ هي بئراج سنڌوءَ تي اڏيل سڀ کان پهريون ۽ سڀني کان وڏو بئراج آهي. ايئن چئي سگهجي

ٿو ته يه بئراج سنڌوءَ جي سيني بئراجن جي ماءُ آهي. گڊو بئراج 1963ع ۾ ۽ ڪوٽڙي بئراج 1955ع ۾ جڙي راس ٿيا. سنڌي ماڻهو لائيڊ بئراج کي 'سنڌ جو ساهه' سڏين ٿا. هن بئراج جي شروع ٿيڻ سان سنڌ ۾ جيڪا خوشحالي آئي ۽ سنڌ جي حيثيت کي جيڪا اهميت ملي، ان جا اثرات به اسان جي سامهون آهن.

ثقافتي لحاظ کان هي بئراج نقصانڪار به ثابت ٿيو. خاص طور تي سنڌوءَ جا 3 قديم وهڪرا گهاڙ واهه، سنڌ واهه ۽ نارو واهه جي وڏن حصن کي دادو ڪئنال، رئيس ڪئنال ۽ کيرٿر ڪئنال ۾ کپايو ويو. پير حسام الدين راشدي لکي ٿو ته 'انهيءَ زمين ۾ (1931ع) سکر بئراج مڪمل ٿي، ۽ لاڙڪاڻي مان گهاڙ واهه بند ٿيڻ ۾ ويو ۽ شڪارپور مان سنڌواهه سُڪي پيو ۽ پڪن تي جيڪي سوَن سالن جا وڏا وڻ وڻڪار لايون بيٺا هئا، سي ڪجهه سڪي ۽ سڙي ويا. ڪن کي سرڪار نيلام ڪري ڇڏيو. انهن تي وڻن جون چانوران بي مثل ۽ انهن جي ڇانوَن جون تنوارون تن کي ٺارڪي ڏئي ڇڏينديون هيون. لائيڊ بئراج ملڪ جي آبپاشيءَ جو فخر ۽ آبپاشيءَ جي ٿي لحاظ کان پنهنجي نوعيت جو وڏو ڪارنامو آهي. ايراضي. جيڪا هن عظيم منصوبي جي تحت اچي ٿي، سا لڳ ڀڳ. برطانيه جي ٽئين حصي ايراضيءَ جي برابر آهي ۽ هن منصوبي تحت ايندڙ، نون ٽوڙي پراڻن واٽر ڪورسن جي ٽوٽل ڊيگهه سڄي دنيا کي به ٻيرا گهيري ۾ آڻي سگهي ٿي. لائيڊ بئراج سنڌو تي ڪراچيءَ کان اتر اوڀر ۾ تقريباً 300 ڪلوميٽر پري ۽ درياهه جي شروع کان اندازاً 14-15 سؤ ڪلوميٽر پوءِ واقع آهي. لائيڊ بئراج سنڌ جي وڏي ايراضيءَ کي پنهنجي پنهي پاسن کان آباد ڪري ٿي. گڏوگڏ سرحد ۽ بلوچستان جي ڪجهه ايراضي پڻ سنڌو نديءَ جو پاڻي سيراب ڪري ٿو.'

سنڌ جي ٽوٽل ايراضي 46944 چورس ميل آهي. سنڌ جي لڳ ڀڳ اڌ ايراضي جبلن ۽ ريگستانن وارري رکي آهي. باقي سرسبز زمين سان والاريل ميداني علائقو آهي. جيڪو دنيا جي بهترين زرعي زمينن ۾ شمار ٿئي ٿو. سنڌ ۾ جيئن ته بارش جي به گهڻي کوٽ آهي. تنهن ڪري زرعي آبادي کي پاڻي مهيا ڪرڻ جو وڏي ۾ وڏو ذريعو هي بئراج آهي.

بئراج ٺهڻ کان اڳ سنڌونديءَ جي چڙواڳ وهڪري هتان جي ماڻهن لاءِ مصيبت ڪري ڇڏي هئي. ڪڏهن ته پاڻي جام هئڻ ڪري ٻوڏون ايندڙيون هيون ته ڪڏهن وري ڏڪر پئجي ويندو هو. تنهن ڪري ماڻهن جي معاشي حالت نهايت ابتر ۽ رحم جوڳي رهندي هئي. بئراج نه هئڻ ڪري ڪئنالن يا واهن ۾ پاڻيءَ جي دستيابي پارهوئي يقيني نه هوندي هئي. جنهنڪري فصلن کي سخت ڌڪ لڳندو هو. ڪي فصل ته پاڻي نه ملڻ ڪري پچڻ کان اڳ ۾ ئي سڙي ويندا آهن. پر ڪن سالن ۾ پاڻي پارهوئي موجود هوندو هو ته وڌ ۾ وڌ 36 لک ايڪڙ زمين آباد ٿي سگهندي هئي.

لائيڊ بئراج سنڌونديءَ مٿان لئنسڊائون پل کان ٺيڪ 3 ميل بلڪل سڌي لائين ۾ ٺاهيو ويو آهي. بئراج جي ريگيوليٽر جي منهن جي وچ واري ڊيگهه 4725 فوٽ آهي. جڏهن ته پل جي دروازي ۽ ٽرمنل ٽاور جي ٻنهي پاسن کان ڊيگهه 4925 فوٽ آهي.

بئراج ڇاهٺ دروازن تي مشتمل آهي. هر دروازو سٺ فوٽ ويڪرو آهي ۽ ٽن حصن ۾ مٿئين پاسي کان ٻن الڳ ديوارن ذريعي ورهايو ويو آهي. ساڄو پاڪيٽ پنجن حصن. کاٻو پاڪيٽ ستن حصن ۽ مرڪزي پانڌو 54 پاڳن ۾ ورهايل آهي. مرڪزي حصو وري هڪ ٻئي کان 25 فوٽ ٿلهن ۽ 97 فوٽ ڊگهن پشتن وارن پيل پاون وسيلي ڌار ڪيا ويا آهن. جڏهن ته ٻيا عام پيل پاوا 10 فوٽ ٿلها ۽ 77 فوٽ ڊگها آهن. پشتي وارو پيل پائو نمبر 32، 190 فوٽ ڊگهو آهي. جنهن ۾ 8 پائيپ لڳل آهن. جيئن مٿان ايندڙ پاڻي جو دٻاءُ نمايان ٿي سگهي. اصل ڊزائن مطابق ڪڏ واري پانڌي کي آر. ايل 1700 فوٽ. مٿين پاسي کان فرش ڏنل هو ۽ هيٺئين پاسي جي لاهين آر. ايل 172.39 ڏانهن هئي. هيناهين موري جي بناوت به اٿين ئي آهي. فقط مٿين پاسي کان ڊيگهه ڪجهه وڌيري هجڻ جي. شروع ۾ رٿيل پانڌي متعلق ڪجهه مونجهارا هئا. تنهن ڪري هندستان جي شهر پونا ۾ ان ڏس ۾ ڪجهه تجربا ڪيا ويا ۽ اهو طئي ڪيو ويو ته اڳ ۾ ئي تعمير ٿيل پانڌن کي آر. ايل 177.0 وٽ مٿي ڪي وڃي ڪڏا اچا جيڪي تعمير ٿيڻا هئا. تن کي مٿين پاسي کان آر. ايل 171.0 وٽ هيٺ ڪيو ويو ۽ هيٺئين پاسي کان لاهينءَ کي آر. ايل 170 تئين لاتهوارو ڪيو ويو پاڻيءَ جي لنگهه واري فرش مٿان هڪ فوٽ 3 انچ ٿلهو سيمينٽ ۽ بجري جو تهه چاڙهيو ويو ان تهه مٿان روي 6 فوٽ ڊگا ۽ 5 فوٽ ٿلها بلاڪ چاڙهيا ويا. انهن بلاڪن جون وٿيون سيمنٽ ۽ بجريءَ سان بند ڪيون ويون. ان سموري فرش بنديءَ جو هڪ مقصد اهو به هو ته جيئن مٿان کان ايندڙ واري ۽ مٽي بنا ورڪ جي هيٺ درياهه ۾ لڙهي وڃي.

مکيه پانڌي وٽ دروازن جي اوچائي 18.5 فوٽ آهي ۽ موريءَ وٽ انهن جي اوچائي 22.5 فوٽ آهي اهي دروازا بجليءَ ذريعي ۽ هٿ سان پڻ هلايا ويندا آهن. ڊزائن نيل جي سطح 195.5 فوٽ آهي. پر عام طور اها سطح 97.5 فوٽ رهندي آهي. ٿلهو فرش ماهر تعميرات پلائيٽ جي 'ڪريپ نظرئي' (Creep theory) مطابق ٿلهو پڌو ويو آهي. جيئن مٿان ايندڙ پاڻيءَ جي دٻاءُ کان محفوظ رهي سگهي. دروازن جي هيٺين پاسن کان ٿيل پٿر جو ڪم 11 فوٽ ٿلهو آهي. اها ٿولهه وزن جي لحاظ کان ڪجهه وڌيڪ آهي.

**ڪئنال:** سنڌوندي جي کاٻي پاسي کان چار ڪئنال نڪرن ٿا. اهي هي آهن. اوڀر نارا، خيرپور فيڊر اوڀر ناري مان 13649 ڪيوسڪ، خيرپور فيڊر اولهه مان 1940 ڪيوسڪ پاڻي جو نيڪال ٿئي ٿو. اهڙيءَ طرح کاٻي پاسي جي ڪئنالن مان ٽوٽل پاڻيءَ جو نيڪال 28570 ڪيوسڪ ٿئي ٿو. پر آبڪلاڻيءَ ۾ اهو 29452 ڪيوسڪ تائين نڪري سگهندو آهي. ساڄي پاسي کان هي ڪئنال نڪرن ٿا. نارٿ ويسٽرن ڪئنال، رائيس ڪئنال ۽ دادو ڪئنال. نارٿ ويسٽرن ڪئنال مان 5152 ڪيوسڪ

رائيس ڪئنال مان 10658 ڪيوسڪ ۽ دادو ڪئنال مان 3150 ڪيوسڪ پاڻي جو اخراج ٿئي ٿو يعني ٽوٽل 18966 ڪيوسڪ پاڻي نيڪال ٿئي ٿو. پر آبڪلاٽي ۾ اهو نيڪال 25380 ڪيوسڪ تائين پهچندو آهي. نارٿ ويسٽرن ڪئنال ۽ دادو ڪئنال ٻارهوئي وهندڙ ڪئنال آهن. جڏهن ته رائس ڪئنال ٻارهوئي وهندڙ ڪئنال نه آهي. انهن ڪئنالن جو پاڻي زرعي مقصدن لاءِ ڪتب اچي ٿو. اهڙي طرح 8.24 ملين ايڪڙ زمين آباد ڪري ٿو. انهن ڪئنالن جي ساڄي پاسي جي ديوارن جي ڊيگهه 1640 فوٽ آهي. کاٻي پاسي جي ديوارن جي ڊيگهه 1922 فوٽ آهي. انهن ديوارن جي چوٽيءَ جي سطح 2005 فوٽ آهي.

**گائيڊ بنڪ:** پل جي مٿئين پاسي جي کاٻي هٿ واري گائيڊ بنڪ جي ڊيگهه 3.25 ميل ۽ ساڄي پاسي جي ڊيگهه رڳو هڪ ميل آهي. پل جي هيٺين پاسي جي کاٻي هٿ واري گائيڊ بنڪ جي ڊيگهه 1700 فوٽ ۽ ساڄي پاسي جي ڊيگهه 1800 فوٽ آهي. مٿئين پاسي وارن گائيڊ بنڪن جي چوٽيءَ جو فاصلو 3500 فوٽ ۽ هيٺئين پاسي وارن گائيڊ بنڪن جي چوٽيءَ جو فاصلو 3500 فوٽ ۽ هيٺئين پاسي وارن گائيڊ بنڪن جي چوٽيءَ جو فاصلو 5200 فوٽ آهي. انهن جي چوٽيءَ جي ويڪر 40 فوٽ آهي. ان سان گڏوگڏ ان چوٽيءَ تي ٺهيل فوٽ پيريءَ جي مٿين پاسي کان ويڪر 4 فوٽ ۽ هيٺين پاسي کان 5 فوٽ آهي.

**دروازا:** بئراج ۽ ڪئنال هيڊ ريگيوليٽر دروازا ’رانسمنس ريپئرس لميٽڊ آف انگلينڊ‘ نالي ڪمپنيءَ جا ٺهيل آهن. بئراج جي ڪائونٽر ويٽ (Counter Weight) جو وزن دروازي کان ٻيڻ آهي. ان جي ڊيگهه دروازي جي اڌ جيتري آهي ته جيئن بئراج جي دروازي جي اوچائي گهٽيل رهي. ڪئنالن کي ته- ٻوڪي دروازا لڳايا ويا آهن. بئراج جا ڪائونٽر ويٽ اسٽيل جا ٺهيل آهن. جڏهن ته سيمنٽ ۽ بجريءَ جا ٺهيل ڪائونٽر ويٽ دروازن جي چوٽين ۾ وچ تي لڳايا ويا آهن. ڪئنالن جا ٽري وارا دروازا عمودي ۽ اسڪريو قسم جا آهن. پل جي هر هڪ دروازي تي 5 فوٽ ويڪرو چارو ٺهيل آهي، جنهن تي هڪ ئي وقت ٻه ڪرينون (Cranes) هلي سگهن ٿيون. اهي ڪرينون مٿان لڙهي ايندڙ بندبن، ٻوڙن، وڻن جي ٽارين ۽ دروازن ۾ اچي ڦاسندڙ ٻئي گند ڪچري کي ڪڍڻ جو ڪم ڏينديون آهن. ان چاري تي هڪ ننڍڙي ٽرالي به هلي سگهندي آهي. جنهن تي ويهي انجنيئر دروازن جي چڪاس ڪندا آهن.

**ڪنٽرول آفيس:** ڪنٽرول آفيس ۾ پاڻيءَ جي ماپ رڪارڊ ڪندڙ خودڪار برقي اوزار موجود آهن. اهي اوزار چوويهه ڪلاڪ ئي پاڻيءَ جي سطح هيٺ ٿيڻ سان هيٺ ۽ مٿي ٿيڻ سان مٿي ٿيندا آهن. جڏهن ته پاڻيءَ جي سطح مٿي ٿيندي آهي ته رڪارڊ جي هڪ پاسي کان برقي رابطو ٿيندو آهي، جنهن وسيلي ڊائل ۾ لڳل ڪانٽو مٿي کڄي ويندو آهي ۽ پاڻي جي سطح گهٽجڻ سان ڪانٽو هيٺ لهي ويندو آهي. اهڙي طرح اهو رڪارڊ ماپ ۾ ڦيرڦار جو هڪ رڪارڊ رکندو آهي. سال 39-1938ع ۾ ٽيل ور وڪڙن ڪري سنڌوءَ جي ساڄي پاسي وارن ڪئنالن وٽ تمام گهٽولٽ پئجي ويو آهي. اهو لٽ ڪڍڻ لاءِ ڪجهه تجربا ڪيا ويا ۽ پوءِ لٽ ڪڍيو ويو. جنهن تي ان وقت 14 لک روپيا خرچ آيو هو. ان ڏس ۾ دروازا 6 کان 14 نمبر ۽ 23 نمبر بند ڪيا ويا هئا. انهن دروازن جي بند ٿيڻ ڪري پل جي مٿان واري پاسي کان هڪ ٻيٽ ٺهي ويو آهي جيڪو اڄا تائين موجود آهي. اپروچ چينل مان وڏ ۾ وڏ پاڻيءَ جو نيڪال 45000 ڪيوسڪ آهي. ان مان 18000 ڪيوسڪ پاڻي ساڄي ڪناري جي ڪئنالن ۾ ويندو آهي، جڏهن ته باقي ڪيوسڪ پاڻي انهن دروازن يعني 15 کان 22 مان هيٺ نديءَ ۾ وهي ويندو آهي. جڏهن بئراج ناهيو پئي ويو ته ان مان 15 لک ڪيوسڪ پاڻيءَ جي نيڪال جي گنجائش رکي وئي هئي. جڏهن ٽريننگ ورڪس شروع ڪيو ويو ته ان جي نتيجي ۾ اها گنجائش 15 لک مان گهٽجي 9 لک ڪيوسڪ وڃي بيٺي. ريگيوليشن لاءِ ڪڏي وارو سرشتو اڄا تائين رائج آهي ۽ موريءَ جا دروازا عام ريگيوليشن لاءِ ڪتب نه آندا ويندا آهن، پر تنهن هوندي به موريءَ جي دروازن مان پاڻي ڪن مخصوص حالتن ۾ ايگزيڪيٽو انجنيئر سکر بئراج جي حڪم تي وهايو ويندو آهي. پُل جي مٿان نديءَ ۾ پيل وڪڙ ۽ ٻيٽ ٺهي وڃڻ ڪري، کاٻي پاسي جي دروازن مان ساڄي پاسي جي دروازن جي پيٽ ۾ گهٽ پاڻي نيڪال ٿيندو آهي. ان وهڪري کي توازن ۾ رکڻ لاءِ 42 کان 59 نمبر دروازن کي 24 کان 41 نمبر دروازن جي پيٽ ۾ هڪ فوٽ گهٽ رکيو ويو آهي. آبڪلاٽيءَ جي مند ۾ بئراج جا دروازا 0.2 فوٽ وڌيڪ کوليا ويندا آهن ته جيئن دروازن وٽ مٽي گڏ نه ٿئي. اهڙيءَ طرح آبڪلاٽيءَ ۾ روزانو دروازن کي صاف ڪيو ويندو آهي. جڏهن ته کاٻي پاسي کان پاڻيءَ جو وهڪرو 3.5 لک ڪيوسڪ کان وڌي ويندو آهي ته 61 کان 64 نمبر دروازا کوليا ويندا آهن ته جيئن وهڪري جي سطح هڪ جيتري رهي سگهي سواءِ ڪنهن هنگامي صورتحال جي، ڪئنالن جي پاڻيءَ جي سطح 0.5 فوٽ کان وڌيڪ گهٽائي يا وڌائي نه ويندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن دروازن جي پرسان وڏين چولين يا وڏن ڪنن جي ٺهڻ جو امڪان هوندو آهي. تنهن ڪري اهڙي امڪان کي ختم ڪرڻ لاءِ دروازا ڪجهه اهڙي نموني ڪليل رکيا ويندا آهن ته جيئن پاڻي تيزي سان خارج ٿي وڃي. پل مٿان نديءَ ۾ وڪڙ پئجي وڃڻ ڪري ۽ 10 دروازا بند ٿيڻ ڪري پاڻيءَ کاٻي پاسي تي گهٽو جهڪاءُ رکيو. ان ڪري خيرپور فيڊر ويسٽ جي سلامتيءَ کي وڏو خطرو لاحق ٿي ويو. تجربا ڪيا ويا ۽ اهڙي طرح رٿا ڏني وئي ته جهل ٻڌا وڃن ته جيئن پاڻي توازن ۾ رهي. ان رٿا مطابق 1957ع ۾ جهل نمبر 2، 4 ۽ 5 ٻڌا ويا. 1960ع 2N ۽ 3N جهل، 1962ع ۾ جهل نمبر 1 ۽ 1963ع ۾ جهل نمبر I.A (آءِ اي) ٻڌا ويا. بئراج ۾ خاص ڪري پٿر استعمال ڪيو ويو آهي، جنهن جا هيٺيان قسم آهن:

**(الف) ڪيمپو پٿر:** سمورا پيل پاوا، پشتا ۽ ديوارون هن پٿر مان ٺاهيون ويون آهن. انهن تي واري 3/4 انچ ٿلهو تهه به انهيءَ پٿر جو لڳايو ويو آهي.

**(ب) رينڊم ڪيمپو پٿر:** بئراج جي بنيادن ۾ رينڊم ڪيمپو پٿر ڪتب آندو ويو آهي. بنيادن ۾ ان پٿر جا جيڪي بلاڪ لڳايا ويا آهن. تن جي سائيز مختلف آهي.

**(ت) ڪٽ پٿر:** سمورا پلوپڙا، ڪنگرا، پيل پاون جون چوٽيون يا نديءَ جي ٻنهي ڪنارن جي هيڊ ريگيوليٽر جون ڪمانيون ڪٽ پٿر مان ٺهيل آهن. اهوئي پٿر آفيس جي عمارتن ۽ ميوزيم ۾ ڪتب آندو ويو آهي.

**(ث) سينڊس پٿر:** هيڊ ريگيوليٽرن جي فرش بنديءَ لاءِ سينڊس پٿر ڪتب آندل آهي.

**بئراج جون ڪمانيون:** بئراج جي روڊ وارين پلين کي آر. سي. سي جي ڪمانن جي ٽيڪ ڏنل آهي. اصل منصوبي مطابق اهي ڪمانيون سوئرس پٿر مان ٺهيون هيون، پر بعد ۾ اهو فيصلو تبديل ڪيو ويو. بئراج ۽ ڪئنال جا پيل پاوا ٻن الڳ پلين کي ٽيڪ ڏيو بيٺا آهن. بئراج جي دروازي واري پل، جتان دروازن کي هلايو ويندو آهي، روڊ واري پل جي سطح کان 25 فوٽ مٿي آهي. ان کي ٻن الڳ الڳ ڪمانين جي ٽيڪ مليل آهي. اهي ڪمانيون مٿين پاسي کان 8 فوٽ ۽ هيٺين پاسي کان 5 فوٽ ويڪريون آهن. ٻنهي جي وچ وارو فاصلو 13 فوٽ آهي.

هيٺاهينءَ پاسي وارا پيل پاوا روڊ جي پل جي هيٺين سطح کي جهل ڏيو بيٺا آهن. اهي 25 فوٽ ويڪرا ۽ ٻوڏ جي سطح کان مٿي آهن. پل جو روڊ 16 فوٽ 6 انچ ويڪري آهي. هيٺين پاسي جي فوٽ پاٿ کي گهٽائي روڊ جي ويڪر 18.5 فوٽ ڪئي وئي آهي. تنهنڪري ان پاسي کان رڳو هڪ فوٽ روڪ چار بئراج وانگر، سيني ڪئنال هيڊ ريگيوليٽرن تي به ڌار ڌار پليون هڪ ٻئي سان لڳو لڳ ۽ ساڳين ئي پيل پاون تي ٺاهيون ويون آهن. سيني ريگيوليٽرن جا منهن 25 فوٽ آهن. جڏهن ته پشتن اور اپيل پاوا 10 فوٽ ٿلها ۽ وچ تي هنيل آهن. پل ۾ وزن جهلڻ جو حساب ان ريت رکيو ويو آهي ته ڪا به سموري جيئن 10 فوٽن تائين 16 ٽن وزن رکي سگهي. ان کانسواءِ دروازي واري پل ۾ هڪ ئي وقت 10 فوٽن تائين 40 ٽن وزن برداشت ڪرڻ جي صلاحيت رکي وئي آهي.

**بئراج جي مرمت:** بئراج ۾ هيڊ ريگيوليٽرن جي بناوت ۾ جيئن ته ڪو به تعميراتي نقص ڪونهي، تنهنڪري ان ۾ ردوبدل يا خاص مرمت جي ضرورت بنهه گهٽ پيش آئي آهي. 1933ع ۾ رڳو ٻانڌن جي ڪڏن مان 15 فوٽ ٿلهو بجريءَ جو تهه ڪڍيو ويو هو پر پوءِ وري اهو تهه وڌيڪ ٿلهو ڪري چاڙهيو ويو. 49-1948ع ۾ بئراج جي پيل پاون ۽ ڪمانين ۾ ڪجهه ڏار پئجي ويا. انهن کي بند ڪرڻ لاءِ سيمنٽيشن ڪمپني لميٽڊ کي ٺيڪو ڏنو ويو. ٺيڪي نمبر 1 مطابق 9 پيل پاون جي مرمت ڪئي وئي. انهن پيل پاون جو نمبر 11 ۽ 33 کان 40 هئا.

انهن پيل پاون جي مرمت لاءِ 64-43 ٽن سيمنٽ ڪتب آيو اهو مرمت جو ڪم 11 ڊسمبر 1950ع تي شروع ڪيو ويو ۽ آڪٽوبر 1951ع جي آخري هفتي ۾ پورو ڪيو ويو ان سموري ڪم تي 3،25000 روپيا خرچ آيو. ٺيڪي نمبر 2 مطابق باقي رهيل 58 پيل پاون جو ڪم شروع ڪيو ويو اهو ڪم 19 نومبر 1951ع تي شروع ٿيو ۽ به آگسٽ 1953ع تي ختم ٿيو ٺيڪو نمبر 3 بئراج جي ٻنهي پاسن کان ڪئنالن جي هيڊ ريگيوليٽرن جي مرمت متعلق هيو اهو ڪم 19 آگسٽ 1952ع تي شروع ٿيو ۽ سمورا خرچ 1001015 روپيا خرچ آيو مذڪوره ڪمپنيءَ پاران ڪجهه ٻيا ننڍا ڪم به ان ئي عرصي دوران ڪيا ويا. تازو 2010ع ۾ آيل وڏي ٻوڏ سبب هن بئراج کي ڪجهه خطرو پيش آيو هو پر ضروري مرمت کانپوءِ هن بئراج پاڻيءَ کي منهن ڏنو.

**لائيڊ بئراج ميوزيم:** هيءُ ميوزم بئراج جي ڪاٻي ڪناري جي تعمير ڪيو ويو آهي. هن ميوزيم جي عمارت کي سروس بلڊنگ پڻ سڏيو وڃي ٿو. ميوزم ٺاهڻ جو مقصد هن بئراج جي تعمير ۾ ڪتب آندل سامان محفوظ ڪرڻ هو. هن ميوزم ۾ تصويرون، بئراج جا ماڊل، نقشا، چارٽ وغيره رکيا ويا آهن ته جيئن مهمان بئراج جي تعميري ڪم کي سولائيءَ سان سمجهي سگهن.

هن بئراج کي ڪئناڊا، آمريڪا، برطانيه، سعودي عرب، جرمني ۽ ٻين ملڪن جا ماڻهو ڏسڻ آيا آهن. 1996ع ۾ هن بئراج جي انجينئر مستوجون به ڌيئر به هن عظيم بئراج کي ڏسڻ آيون هيون ۽ پيءُ جي جڙيل هن عظيم شاهڪار جي هڪ هڪ شيءِ کي پيار ۽ پاٻوهه سان ڏسنديون ۽ ڳوڙها ڳاڙينديون رهيون.

لائيڊ برج، جنهن کي ورهاڱي کانپوءِ سکر بئراج سڏيو وڃي ٿو، دنيا جي عظيم بئراجن ۾ شمار ٿئي ٿو سونهن ۽ سوڀيا ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. هن بئراج جو سنڌ جي تاريخ ۾ وڏو حصو آهي. سنڌي ماڻهن جي جياپي جو دارومدار هن بئراج تي آهي.

**سکر جروار (ديهه):** هي تعلقي شهدادڪوٽ ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ عرض محمد لغاري ۽ جيئند جروار نالي به ڳوٺ شامل آهن.

**سکر ميونسپالٽي:** سکر ميونسپالٽي 1856ع ۾ شروع ٿي، جڏهن شهر جي آدمشماري 12 هزارن کي قريب پهچڻ تي هئي، انهن ڏينهن ۾ حڪومت شهر واسين مان پاڻ ميمبر چونڊيندي هئي. صدارت ڪليڪٽر ڪندو هو جو شڪارپور ۾ رهندو هو 1883ع ۾ جڏهن سکر ضلعو بنجي ويو ته 1884ع ۾ پهريون دفعو شهر واسين کي ميمبر چونڊڻ جو حق ڏنو ويو، مگر صدر ڪليڪٽر ٿيندو هو راءِ صاحب ديوان پيسو مل شوقيرام پهريون شهر واسي هو جيڪو صدارت جي ڪرسيءَ تي ويٺو. 1911ع ۾ شهر واسين کي صدر چونڊڻ جو حق ڏنو ويو ۽ سکر جو مشهور وڪيل ديوان ڀوج سنگهه کي صدر چونڊيو ويو ۽ 1914ع تائين صدر رهيو 1922ع کان 1928ع تائين ٻيو دفعو صدر ٿيو 1936ع ۾ جڏهن سنڌ بمبئي کان ڌار صوبو ٿيو ته ديوان ڀوج سنگهه سنڌ اسيمبليءَ جو پهريون اسپيڪر ٿيو. هو ميونسپل جنرل لائبريءَ جو چيئرمين به هو.

1914ع کان 1922ع تائين ميان پير بخش سي. آئي. اي رٽائرڊ ڊپٽي ڪليڪٽر سکر ميونسپالٽيءَ جو صدر ٿيو. 1938ع کان 1937ع تائين ديوان بهادر ايند سنگهه پبلڪ پراسيڪيوٽر صدر ٿيو ۽ 1938ع کان 1947ع تائين مسٽر بسنترام موٽواڻي وڪيل صدر هو.

**سک مت** (مذهب): قديم 'سناتن ڌرم'، جيڪو 'هندو ڌرم' جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو، اُن جي جڏهن برهمڻ پنهنجن مفادن پٽاندر تشريح ڪئي ۽ ماڻهن جي مختلف ورڻن ۾ ورهاست ڪئي ته اُن غير مساوي تفاوتن ۽ روين مان بغاوت طور هڪ وقت بڌمت ۽ جين مت جون به شاخون ڦُٽي نڪتيون، جن اڳتي هلي باضابطه مذهبن جي صورت اختيار ڪري ورتي. اهڙيءَ ريت تاريخي طور سک مت پڻ سناتن ڌرم تي برهمڻن جي قبضي خلاف بغاوت ۽ احتجاج جي صورت ۾ ڦُٽي نڪتل هڪ شاخ آهي، جنهن اڳتي هلي هڪ مت ۽ ڌرم جي صورت اختيار ڪري ورتي.



سک مت پندرهين صديءَ جي پوئين دور ۾ هندستان جي پنجاب خطي ۾ پيدا ٿي، جنهن جو باني مشهور بزرگ ۽ شاعر گرونانڪ (1469ع-1539ع) هو. سک مت جي بنيادي اصول موجب هن دنيا جو چرخو هلائيندڙ هڪ ئي هستي آهي، جيڪا حق آهي.

سک 'اڪ اون ست نام' يعني هڪ ئي ذات اعلىٰ ۽ حقيقي خدا تي يقين رکندڙ آهن. سندن عقيدي موجب دنيا حق لاءِ خلقي وئي آهي ۽ مسلسل قائم رهڻي آهي.

سک مت جو باني گرونانڪ ديو آهي، ليڪن ڪانئس پوءِ سک مت جي پرچار جاري رکندڙ ٻيا نَوَ گُرو ٿي گذريا آهن. اهڙيءَ ريت سک مت جي 'ڏهن گرن' جي تعليمات جو دور هيٺينءَ ريت وڃي بيهي ٿو:

(1) گرو نانڪ: 1507ع کان 1539ع تائين

(2) گرو انگد: 1539ع کان 1552ع تائين

(3) گرو امرداس 1552ع کان 1574ع تائين

(4) گرو رامداس 1574ع کان 1581ع تائين

(5) گرو ارجن: 1581ع کان 1606ع تائين

(6) گرو هرگوبند: 1606ع کان 1644ع تائين

(7) گرو هرراءِ: 1644ع کان 1661ع تائين

(8) گرو هرڪشن: 1661ع کان 1664ع تائين

(9) گرو تيغ بهادر سنگهه: 1664ع کان 1675ع تائين

(10) گروگوبندسنگهه 1675ع کان 1708ع تائين.

سک مت پنجين گرو ارجن تائين اهنسا (عدم تشدد: Non Violence) جي پرچارڪ رهي. گرو ارجن ديو اهو پهريون شخص هو، جنهن گرو گرنٿ سان گڏ اڳين سمورن گُرن جي تعليمات توڙي هندو ۽ مسلم بزرگن جي تعليمات کي هڪ هنڌ گڏ ڪيو. 1606ع ۾ جهانگير بادشاهه هن کي حڪم ڪيو ته هو گرنٿ صاحب جي تعليمات مان هندن ۽ مسلمانن جي تعليمات جا حوالا خارج ڪري ڇڏي. گرو ارجن ديو جي انڪار تي مغل بادشاهه کيس موت جي سخت سزا ڏني. اهڙيءَ ريت جڏهن گرو ارجن ديو کي موت جي سزا ملي ته سک مت جي پوئلڳن امن پسنديءَ واري نظريي کي ڇڏي هنسا (تشدد) کي پنهنجو متو بڻايو. اهو سلسلو ڏهين گرو گرو گوبند تائين جاري رهيو. هن 'خالصا' نالي مذهبي فرقي جو بنياد وڌو، جنهن هيٺ سک مت جي اصلوڪن ۽ بنيادي اصولن کي برقرار رکيو ويو.

سک مت جا عقيدتمند مرد پنهنجي نالي پٺيان سنگهه لفظ جو واڌارو ڪندا آهن، جنهن جي معنىٰ 'شينهن' آهي. اهڙيءَ ريت سکن جون عورتون به پنهنجي نالي پٺيان 'ڪور' لفظ شامل ڪنديون آهن، جنهن جو مطلب شينهڻ آهي.

سکن جو لاڙو مذهب جي ظاهري ۽ رسمي طريقن کان هٽي روحاني عقيدت قائم رکڻ طرف آهي. سک گڏيل لاڳاپن، برادري ۽ خاندان ۾ پيار، امن ۽ يڪجهتي سان رهڻ کي ترجيح ڏيندا آهن.

سک مت ۾ گڏجي رهڻ ۽ سٺي معاشرت جي تشڪيل لاءِ ڪي رهنما اصول بيان ٿيل آهن، جن جو تفصيل هن ريت آهي:

(1) **حقيقي ذات جي عبادت:** سک عقيدي موجب هڪ خدا جي عبادت ڪندا آهن، جيڪو زمان، مڪان ۽ شڪل شبيهه کان بالاتر آهي. هو هر شيءِ کان اتم ۽ هر وقت هر هنڌ موجود آهي. سک مت ۾ دعا گهرڻ جو ڪو خاص وقت ۽ ڪا خاص جڳهه مقرر نه هوندي آهي، پوءِ به اڪثر سکن جو خيال آهي ته گردواري ۾ دعا گهرڻ سان سندن عقيدي جي سگهه ۾ اضافو ٿئي ٿو. انڪري هر روز صبح ۽ شام گردواري ۾ مقرر وقت ۾ اجتماعي عبادت سان گڏ دعائون گهريون وينديون آهن.

(2) **محنت ۾ عظمت:** سک مت ۾ اصولي طور محنت کي عبادت جو درجو مليل آهي. دنيا ۽ آخرت ۾ بهتر زندگي حاصل ڪرڻ لاءِ سک مت جي عقيدتمندن کي محنت ۽ ايمانداريءَ سان ڪم ڪرڻ لاءِ پابند ڪيو ويو آهي.

(3) **انساني برابري:** سک مت ۾ سمورن انسانن کي برابريءَ جو درجو حاصل آهي. ذات، پات، رنگ ۽ نسل جي فرق کي نديو ويو آهي. سک مت

جي تعليمات مطابق حقيقي ذات (خدا) هر انسان ۾ موجود آهي، انڪري سڀ انسان هڪجهڙا ۽ برابر آهن. مردن توڙي عورتن کي هڪجهڙا حق حاصل آهن، ان ڪري هر ماڻهو مذهبي ۽ سماجي سرگرمين ۾ شرڪت ڪرڻ جو حقدار آهي.

**(4) خدمت:** سک گروگرنٿ پڙهڻ ۽ سک برادريءَ جي ماڻهن جي خدمت ڪرڻ کي فرض سمجهندا آهن. سک مت ۾ خدمت کي خاص اهميت حاصل آهي، جنهن موجب هر ماڻهوءَ کي پاڻ کان ڪمزور ماڻهوءَ جي خدمت جي تلقين ڪئي وئي آهي.

**(5) برادري:** گڏيل سهڪار ۽ باهمي تعاون سک مت جي عقيدي جو عملي اظهار آهي. سک دنيا جي هر خطي ۾ رهندي پاڻ کي هڪ خاندان تصور ڪندا آهن. هو بنا رنڊ روڪ جي ٻين مذهبن جي ماڻهن، دوستن توڙي ڏارين جي خدمت لاءِ پاڻ کي تيار رکندا آهن.



گرونانڪ سک مت جو بنياد ٽن ڳالهين تي رکيو هو: (1) سيوا، (2) لنگر، (3) سنگت.

**(1) سيوا:** رضاڪارانه خدمت جي عمل کي سيوا چئبو آهي، سک مت ۾ سيوا کي اولين حيثيت حاصل آهي. هن مت موجب سيوا ذريعي انا پرستيءَ کان نجات حاصل ڪري انسانيت کي فروغ ڏئي سگهجي ٿو. سيوا صدين کان سک مت جو لازمي جز پئي رهي آهي. ان ڏس ۾ مذهبي ڪتابن، گروگرنٿ جي سار سنڀال، گروئن جي مزارن جي صفائي، ڪاڌو تيار ڪري لاچارن کي کارائڻ، عبادت لاءِ ايندڙ عقيدتمندن جي جتين ۽ سامان جي حفاظت ڪرڻ، گردواري ۽ مقدس جاين جي صفائيءَ جو خيال رکڻ جا عمل سيوا ۾ شمار ٿين ٿا. اجتماعي ڀلائيءَ لاءِ اسڪول، اسپتالون ۽ سماجي ڀلائيءَ جا ادارا قائم ڪرڻ هن مذهب جي تعليمات ۾ شامل آهي.

**(2) لنگر:** سک مت ۾ لنگر، ڪاڌي ۽ ڪاڌي تيار ڪرڻ واري جاءِ کي چئبو آهي. لنگر جو مقصد سماجي برابريءَ کي واڌ ڏيڻ آهي. هن اصول هيٺ سک مرد، عورتون ۽ ٻار گڏجي ڪاڌو تيار ڪندا ۽ کائيندا آهن. هنن جي ڪاڌي ۾ گوشت کانسواءِ هر قسم جون ڀاڄيون ۽ داليون موجود هونديون آهن. ڪاڌي جي تياريءَ کانپوءِ بنا ڪنهن فرق جي ڊگهي قطار جي صورت ۾ پنگت تي ويهي ماني کائيندا آهن.

**(3) سنگت:** سکن جي هر ننڍي گڏجاڻيءَ کي سنگت چيو ويندو آهي. ڀائي گرداس موجب سک مت ۾ سنگت جو ماحول گرو نانڪ جي دور کان هلندو اچي. گرو نانڪ سفر دوران جنهن هنڌ به رهندو هو اتي ڀرپاسي جا ماڻهو وٽس ايندا هئا ۽ اهڙيءَ ريت اهو ميڙ سنگت جي شڪل اختيار ڪري وٺندو هو. ان روايت جي آڌر رکندي سکن جي مذهبي جاين ۽ گردوارن ۾ روزانو صبح ۽ شام جو سک مت جا پوئلڳ اجتماعي عبادت لاءِ سنگت جي صورت ۾ گڏ ٿيندا آهن.

ان کانسواءِ سک مت ۾ خالصي بنجڻ جا بنيادي پنج رڪن آهن، جن جي پوئواري هر سک تي لازمي آهي. (1) ڪنگو (ڦڻي)، (2) ڪيس (وار)، (3) ڪڇو، (4) ڪڙو ۽ (5) ڪرپان شامل آهن.

سکن تي وار نه ڪترائڻ جو شرط لاڳو آهي. سک مردن جي مٿي تي هر وقت هڪ خاص قسم جي پڳ ٻڌل هوندي آهي، جنهن ۾ سندن ويڙهيل وار لڪل هوندا آهن.

سکن جو ڌرمي ۽ مقدس ڪتاب گرو گرنٿ آهي، جيڪو گرونانڪ جي 974 پچنن، گرو انگد جي 62 دوهن (ٻه ستا بيت)، گرو امرداس جي 907 پچنن، گرو رامداس جي 638 پچنن، گرو ارجن جي 2218 پچنن، گرو تيغ بهادرسنگهه جي 59 پچنن ۽ 56 دوهن تي مشتمل آهي. ان کان سواءِ ٻين ڀڳتن ۽ صوفي سنتن جا پچن ۽ دوها به گرو گرنٿ ۾ شامل آهن، جن ۾ ڀڳت ڪبير، بابا فريد، نامديو، رويداس، جئديو، بيني، ترلي خان، پرمانندا، ساڌنا، رامانندا، ڏانا، سائين، ڀکن، سورداس، مرداڻا، ستا، بلوند ۽ ڀٽ وغيره جا نالا ذڪر جوڳا آهن. سکن جي مقدس جاين کي گردوارا چيو ويندو آهي. گردواري جي معنيٰ آهي 'گروءَ جو در'.



هندستان جي رياست امرتسر ۾ قائم 'گولڊن ٽيمپل' (The Golden Temple) کي سکن جي عبادت جي حوالي سان مرڪزي حيثيت آهي. سکن جون اڪثر مذهبي ۽ سماجي رسمون ۽ عبادتون هن گردواري ۾ ادا ڪيون وينديون آهن. هي گردوارو 1577ع ڌاري گرو رامداس تعمير ڪرايو هو ۽ ان جو بنياد مشهور صوفي بزرگ ميان مير سنڌيءَ لاهور واري رکيو هو.

ان کانسواءِ امرتسر جي مختلف هنڌن تي موجود 'پنج تخت' پڻ مذهبي حوالي سان مقدس جايون شمار ٿين ٿا: (1) اکل تخت، (2) پٽنا صاحب، (3) ڪيشڳڙهه صاحب، (4) شري حاضر صاحب ۽ (5) دمدما صاحب.

سکن جي مذهبي تهوارن ۾ بيساکي، مختلف گُرن جا جنم ڏينهن، گرو تيغ بهادر ۽ گرو ارجن جي شهادت جا ڏينهن، ديوالي، راکي بنڌڻ، بسنت ۽ هولي شامل آهن. جيڪي عقيدت ۽ احترام سان ملهايا ويندا آهن.



هن وقت دنيا ۾ اداڻي ڪروڙن جي لڳ ڀڳ سک رهن ٿا. سک، ڀڳتي ڌارا ۽ تصوف کان متاثر آهي. سکن جو راهبانه طريقو هندن جي ترڪ واري تصور جي ابتڙ سرگرم رهڻ ۽ خدمت ڪرڻ تي مشتمل آهي، جنهن ۾ وفاداري ۽ عدل اهميت رکن ٿا. وڏن منشيات ۽ نشو واپرائڻ منع آهي. سک مت، ذات پات واري نظام ۽ مورتي پوڄا کي ته ترڪ ڪيو آهي، پر آواگون (پنرجنم) ۽ ڪرياڪرم وارن عقيدن کي برقرار رکيو آهي.

'گرو گرنٿ صاحب' کي 'آدي گرنٿ' ۽ 'گُورواڻي' به چيو ويندو آهي. ان جو اڌ حصو روحاني حڪمت سان ڀرپور آهي، جيڪو ڏهن سک گُرن ۽ مختلف زبانن جي صوفي شاعرن جي روحاني ۽ ڀڳتي شاعريءَ تي مشتمل آهي. گرو گرنٿ، مذهبي عبادتگاهن/ گردوارن ۾ رکيل هوندو آهي.

گرواڻيءَ جي قديم پنجابيءَ ۾ سنڌيءَ جو ساءُ موجود آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته قديم پنجابي ۽ سنڌيءَ ۾ ڪافي ويجهڙائي هئي. مثال طور:

حڪمي جي ٻجهي، ته مومئي کهي نه ڪوءِ.
-
امرت ويلا سچ ناءُ، وڏائي ويچار،
-
موتي ته مندر اُسرهه، رتني نه هوءِ جڙاءُ،
ڪستور ڪُنگو اگر چندن، ليپ آوي چاءُ،
مت ديک ڀُولا وسرئي، تيرا چت نه آئون ناءُ،
-
سلطان هووا ميل لشڪر، تخت را کا پاءُ،
حڪم حاصل ڪري بنئا، نانڪا سڀ واءُ

بابا گرونانڪ ۽ ٻيا سک گرو، اوائلي سنڌي شاعريءَ کان متاثر هئا، جن ۾ قاضي قادن جو نالو مٿانهون آهي، جنهن جو سنڌي ڪلام اوڀر ۾ وچ هندستان ۽ اتر ۾ پنجاب تائين مشهور هو. قاضي قادن جي ڪلام جو وڏو حصو راڻيلا، گجرات جي هڪ مَٺ (مڙهيءَ) مان هيري ٺڪر هٿ ڪيو هو.

تاريخي لحاظ سان ڏسبو ته سنڌ ۾ ڀڳتي تحريڪ سان گڏ سک مت جا اثر ڏسڻ ۾ اچن ٿا. سک مت جو اثر پهرين اتر سنڌ ۾ ٿيو پوءِ سڄيءَ سنڌ ۾ ان جو ڦهلاءُ ٿيو. سکر، روهڙي، شڪارپور ۽ حيدرآباد ۾ سنڌي هندن گردوارا قائم ڪيا. گورواڻيءَ جي تعليم لاءِ گرمکي لپي سيکاري ويندي هئي، ۽ عام ماڻهن کي لنگر کارايو ويندو هو. جيڪو اجا تائين سنڌ جي مندرن، گردوارن ۽ مڙهين ۾ هلندو آهي. سنڌ جي سنت شاعر ساميءَ پنهنجي گرو سوامي ميگهراج کان سنسڪرت سکي هئي. ساميءَ پنهنجا سلوڪ گرمکيءَ ۾ لکيا هئا. سامي امرتسر به ويو هو ۽ اتان چاليهن ورهين جي ڄمار ۾ موٽيو هو. ان دوران هن امرتسر جي سادن، سنتن سان صحبتون ڪيون هيون، متس سک مت جو گهڻو اثر ٿيو هو. جنهنڪري هن پنهنجي سنڌي واڻيءَ ۾ گورواڻيءَ وارو طريقو اختيار ڪيو ۽ ويدانت ۽ تصوف جا ٻئي مضمون نروار ڪيا. اهو اثر ڪانئس پوءِ روحل، دلپت، آسورام جي ڪلام ۾ به ملي ٿو.

سک مذهب ۾ ٻين مذهبن مان ماڻهن کي شامل ڪري سگهبو آهي، جنهن لاءِ 'پاهل' (بپتسما) نالي هڪ رسم ادا ڪئي ويندي آهي. هن رسم کي 'رنگ چڙهاءُ' واري رسم به چئبو آهي.

جڏهن سک هڪ ڌار مذهبي برادري بڻجي ويا، تڏهن هندو راجائن ۽ مسلم مغل بادشاهن جي جبر کان تنگ اچي هن هٿيار کنيا. مغلن جي ظلمن خلاف ڏهين گرو گوبندسنگهه 1699ع ۾ 'خالصه' نالي جماعت کي تشڪيل ڏنو. مغلن جي زوال واري دور ۾، سکن مهاراجا رنجيت سنگهه جي قيادت هيٺ پنجاب ۾ 1800ع ڌاري هڪ طاقتور رياست جو وجود وڌو، جيڪا برطانوي قابضن لاءِ خطرو بڻجي وئي. اندروني پيچ ڌاهه ۽ ٻن جنگين کانپوءِ 1849ع ۾ انگريزن، پنجاب تي قبضو ڪيو ۽ سک حڪومت جو خاتمو آيو. 1857ع جي جنگ آزاديءَ دوران سکن جي وفاداريءَ جي عيوض کين وڏيون جاگيرون ڏنيون ويون ۽ کين فوج ۽ پوليس ۾ شامل ڪيو ويو ۽ سندن جٿن کي خالصا سڏيو ويو. 1947ع جي ورهاڱي کانپوءِ سکن کان اڳيون رعايتون کسيون ويون، سندن وطن پنجاب، پاڪستان ۽ هندستان ۾ ورهائجي ويو. هزارين سک/ خالصا هجرت ڪري اوڀر هندستان هليا ويا. 1966ع ۾ هندستاني حڪومت پنجاب کي هڪ رياست جو درجو ڏنو. اڳتي هلي سک علحدگي پسندن جي دهشتگرد ڪارروائين جي نتيجي ۾ هندستان سرڪار 1984ع ۾ امرتسر ۾، گولڊن ٽيمپل تي حملو ڪري ڪيترن سکن کي گرفتار ڪيو. جنهن کانپوءِ سکن انتقام جو منصوبو رٿيو. اڳوڻي وزيراعظم اندرا گانڌيءَ جي ذاتي گارڊن ۾ شامل ڪجهه

سکن. 31 آڪٽوبر 1984ع تي فائرنگ ڪري اندرا گانڌيءَ کي شهيد ڪري ڇڏيو. 1985ع ۾ هندستاني حڪومت پنجاب کي وسيع ڪرڻ جو معاهدو ڪيو. جنهن ڪانپوءِ سک دهشتگردن پنهنجون ڪارروايون بند ڪيون ۽ انهن هڪ خالص سک رياست جو مطالبو ڪيو. پر 1992ع ۾ هندستاني حڪومت، فوج ۽ پوليس جا دستا مقرر ڪري پنجاب ۾ ٻيهر پنهنجي حاڪميت قائم ڪئي.

هن وقت هندستان ۾ هڪ ڪروڙ سٺ لکن کان وڌيڪ سک، پنجاب (اوڀر پنجاب) ۾ رهن ٿا. جڏهن ته پاڪستان جي پنجاب ۾ به سکن جا هزارين گهر آباد آهن.

پاڪستان ۾ لاهور پرسان نانڪاڻا صاحب ۽ پنجه صاحب (حسن ابدال) سکن جا مقدس تيرٿ آهن، جتي هر سال هندستان ۽ سڄيءَ دنيا مان سک ياتري زيارت لاءِ ايندا آهن.

**سکن جي وستي**: سنڌي ناٽڪن جو ڳٽڪو، جنهن جي ترتيب عمر ميمڻ ڏني ۽ اڪيڊمي حيدرآباد طرفان مارچ 1991ع ۾ شايع ڪيو ويو. ڳٽڪي ۾ شامل ناٽڪن ۾ مراد علي 'اختر' مرزا جو لکيل ناٽڪ 'زندگي پيار جو رانديڪو'، محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو لکيل 'بي وقتي ٻانگ' ۽ آغا سليم جو لکيل 'سکن جي وستي' شامل آهن. هن ڪرائون سائيز جي 94 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 12.00 روپيا آهي.

**سگريٽ** (Cigarette): سگريٽ، اڇي پني ۾ ويڙهيل تماڪ جي ٻيڙيءَ کي چئبو آهي. تماڪ ۾ جيئن ته نڪوٽين موجود هوندي آهي، ان جو نشو سيني ٻين منشيات، آفيم، مارفين، هيروئن ۽ ميٿوڊين وانگر خطرناڪ آهي. ڊاڪٽرن موجب تماڪ جي دونهين ۾ هڪ هزار کان وڌيڪ هاڃيڪار ڪيميائي جزا موجود هوندا آهن. تماڪ ۾ موجود تار (Tar) ڇمڙي جي ڪينسر جو باعث بڻجي ٿو. سگريٽ نوشي ڪندڙ پراڻي ڪنگهه جو شڪار پڻ رهن ٿا. اهو ڪنگهه جو دورو ان وقت پوي ٿو، جڏهن سگريٽ ۾ موجود هاڃيڪار جُزا، ساهه جي ناليءَ ۾ جمع ٿي اُتي سوڄ ڪن ٿا، جنهن جي نتيجي ۾ بلغم جو اخراج پڻ وڌي وڃي ٿو.

سگريٽ نوشي ڦڦڙن جي ساخت کي پڻ نقصان پهچائي ٿي. انهن جي لچڪ ۾ ڪمزوري پيدا ڪري نه صرف انهن جي ڪارڪردگيءَ ۾ ڪمي آڻي ٿي، ان ڪانسواءِ آڪسيجن ۽ ڪاربانڊاءِ آڪسائيڊ جي ڏي وٺ جي عمل کي پڻ سخت متاثر ڪري ٿي.

سگريٽ نوشيءَ جا دل تي خراب اثر پون ٿا، ڇو ته سگريٽ نوشيءَ سبب رت جون ناليون سُسي وڃن ٿيون، جسم ۾ سٿي (Cholestrol) جو مقدار وڌي وڃي ٿو. رت جي ڳاڙهن جزن (RBC) جو آڪسيجن پهچائڻ جي قوت ۾ ڪمي واقع ٿئي ٿي، دل جي ڌڪ ڌڪ ۽ خون جي دٻاءَ (Blood pressure) ۾ اضافو ٿئي ٿو. سگريٽ جي ڪري دل جا مرض ٿين ٿا. دل جي دوري جي شرح وڌي وڃي ٿي.

صحت جي عالمي اداري (World Health Organization) جي رپورٽ مطابق هڪ سگريٽ جو نڪوٽين جمع ڪري ان جو مرڪب ٺاهي، ان مان اڌ مرڪب ڏيڏر جي جسم ۾ داخل ڪيو جنهنڪري ڏيڏر ڦٿڪي ڦٿڪي مري ويو. هو چين ۾ خودڪشي ڪرڻ لاءِ عام طور تي حقي جو پاڻي، جنهن ۾ نڪوٽين شامل هوندو آهي، پيئندا آهن.



سائنسدانن اهو ثابت ڪيو آهي ته نڪوٽين، زهر جي هڪ رتي خوراڪ سان، هڪ طاقتور ماڻهوءَ کي ٻن ٽن منٽن ۾ ماري سگهي ٿو. آفريڪا جا ماڻهو نانگ کي مارڻ لاءِ عام طور تي تماڪ استعمال ڪندا آهن.

جديد تحقيق موجب ڪينسر جو هڪ وڏو سبب سگريٽ نوشي پڻ آهي، جنهن سان ڳل، چپ، زبان ۽ ڳلي جو ڪينسر ٿئي ٿو. ان ڪانسواءِ ڦڦڙن جي ڪينسر ۽ نڙيءَ جي سوڄ جو سبب بڻجي ٿي.

سگريٽ جي دونهين سان ٻارن کي ڪن جو انفيڪشن عام ٿئي ٿو. ان ڪانسواءِ زڪام ۽ ڪنگهه ۾ پڻ مبتلا رهن ٿا، ڇو ته سندن اردگرد جي هوا ۾ موجود دونهون ٻين ماڻهن، خاص ڪري ٻارن جي ڦڦڙن جي صلاحيت ۾ ڪمي آڻي ٿو ۽ گڏوگڏ قوت مدافعت (Immunity Power) کي به گهٽائي ٿو. (وڌيڪ ڏسو: تماڪ).

**سڳالچند مکواڻو**: ٿرپارڪر جي مشهور سماجي ورڪر ۽ ڪانگريسي اڳواڻ، ڪامريڊ سڳالچند ولد سترامداس مينگهواڙ جو جنم، 11 اپريل 1914ع تي تعلقي ننگرپارڪر جي ڳوٺ آڏيگام ۾ ٿيو. پرائمري تعليم ڪانگريس پاران جوڙايل پرائمري اسڪول آڏيگام ۾ ورتائين، جڏهن ته مئٽرڪ جو امتحان ممبئي يونيورسٽيءَ مان پاس ڪيائين. سيڪنڊري تعليم گانڌي آشرم اسڪول ننگر پارڪر مان حاصل ڪيائين. مئٽرڪ پاس ڪرڻ بعد ڪيس جلد ئي روينيو کاتي ۾ ڪلارڪيءَ جي نوڪري ملي وئي، جتي ڪجهه عرصو ڪم ڪرڻ بعد ڪيس ترقي ڏئي اسسٽنٽ مختيارڪار بڻايو ويو. ان عرصي ۾ هن ننگر پارڪر، ساماري ۽ ميرپورخاص ۾ نوڪري ڪئي.



سڳالچند ڪانگريسي لڏي سان واڳيل هو، تنهنڪري هن

پنهنجن ٻين ساٿين سان گڏجي پارڪر جي پلتي پيل ڳوٺن ۾ ڪانگريس جي سهڪار سان ڪيترائي اسڪول کولرايا، جنهن ۾ شيڊيول ڪاسٽ جا شاگرد آسانيءَ سان تعليم پرائي سگهندا هئا. جيتوڻيڪ ورهاڱي کان اڳ انگريزن جي دور ۾ پارڪر تي ٺاڪرن جو اثر رسوخ وڌيڪ هو. اسڪولن ۾ مينگهواڙ، ڪولهي ۽ ڀيل گڏ ويهي پڙهي نه سگهندا هئا. اهڙيءَ طرح ان وقت ننگرپارڪر شهر ۾ هيٺين طبقي وارين ذاتين جي ماڻهن کي پيئڻ جي پاڻيءَ جي وڏي تڪليف هوندي هئي، ڪجهه صاف پاڻيءَ جا کوهه هوندا هئا، جن تي ٺاڪرن ۽ ٻين قبيلن جو قبضو هوندو هو. ڀيل، ڪولهي ۽ مينگهواڙ ذاتين جي لاءِ پيئڻ جو پاڻي سدائين مسئلو هوندو هو. سڳالچند ۽ سندس ساٿين ڪانگريس جي پليٽفارم تان ’شريمتي وڄڪوربا‘ جي سهڪار سان 1935ع ۾ هريجنن لاءِ الڳ کوهه کوٽرايو، جنهن کي هن وقت ’آشرم‘ کوهه سڏيو وڃي ٿو.

ڪامريڊ سڳالچند جي دل ۾ سدائين مظلوم ۽ مسڪين ماڻهن جو احساس هوندو هو. نوڪريءَ دوران هو وقت ڪڍي رات جو ڳوٺن ۾ وڃي تعليم، صفائي ۽ سماجي ريتن رسمن تي ليڪچرڏئي معاشري جي ترقي، سڌاري ۽ واڌاري لاءِ جاکوڙيندو رهندو هو.

هن سماجي مسئلن جي حل لاءِ ’پارڪر مينگهواڙ پنچائت‘ قائم ڪئي. ڪو به سماجي مسئلو پيدا ٿيندو هو ته هڪدم پنچائت ڪوٺائي ان کي گڏيل حڪمت عمليءَ سان حل ڪيو ويندو هو.

هن 52-1953ع وارين عام چونڊن ۾ ننگرپارڪر جي اقليتي مخصوص سيٽ لاءِ اسسٽنٽ مختيارڪار جي نوڪريءَ تان استعيفا ڏئي، اليڪشن ۾ حصو ورتو ۽ راڻي چندرسنگهه سامهون بيٺو. هن پنهنجي ذات جي ماڻهن کي ووٽ جي اهميت جو احساس ڏياريو.

سڳالچند مکواڻي 19 جولاءِ 1978ع ۾ وفات ڪئي.

**سڳن آهوجا**: هند سنڌ جي ناميارا شاعر ۽ نقاد سڳن آهوجا، پهرين ڊسمبر 1921ع تي شڪارپور ۾ جنم ورتو. هن پرائمري کان مئٽرڪ تائين تعليم شڪارپور مان حاصل ڪئي، وڌيڪ تعليم لاءِ 1937ع ۾ ڊي. جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ داخلا ورتائين. جتان 1941ع ۾ گريجوئيشن ڪيائين. پاڻ شاگرديءَ واري زماني ۾ ئي سنڌي ادب ۽ سنڌي ٻوليءَ تي سٺي دسترس حاصل ڪري چڪو هو. ڪيس اسڪول جا دوست گهمنڊ لئبرري سڏيندا هئا. ورهاڱي کان اڳ سنڌ جي جن نوجوانن ترقي پسند تحريڪ شروع ڪئي هئي، سڳن آهوجا به انهن مان اڳيرو هو. ان وقت سندس تخليقون ’سنڌو‘ ۾ شايع ٿينديون هيون، جيڪي تمام گهڻيون پڙهيون وينديون هيون. ورهاڱي کانپوءِ



سڳن آهوجا پنهنجي والدين ۽ ٽن مائٽن سان گڏ ڀارت هليو ويو، اتي سندس وڏن خانگي بسون هلائڻ شروع ڪيون، پر ان ڪاروبار ۾ ڪين لکين رپين جو نقصان پيو. سڳن آهوجا، بيروزگاري ۽ غربت سان مهاڏو اٽڪائيندي مزدوريون ڪيون، ڪٽمنڙا ڪپايا، هڪ هوٽل ۾ نوڪري به ڪئي، ڪيترو وقت ماستر ۽ ڪجهه مهينا ليڪچرر رهيو پر پوءِ به آخر تائين مفلسي واري زندگي گذاريائين.

سڳن آهوجا هڪ سٺو نقاد ۽ ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار پڻ هو. سندس لکڻين ۾ سچ جو عنصر هوندو هو. سڳن آهوجا، ڀارت ۾ سنڌي ٻوليءَ جو تمام وڏو شاعر هو. موهن ڪلپنا سان سندس تمام گهڻي ويجهڙائپ هئي.

سندس شاعريءَ لاءِ موهن ڪلپنا لکيو آهي ته: ”جتي فڪر ۽ گهرائيءَ جو واسطو آهي، اتي اڃا تائين اهڙو سنڌي شاعر ظاهر نه ٿيو آهي، جو سڳن کان گوءِ کڻي سگهي.“ سندس شاعريءَ بابت موتي پرڪاش لکيو آهي ته، ”سڳن جي شخصيت کي سندس شاعريءَ کان الڳ نه ٿو ڪري سگهجي. هو نهايت گهرو شاعر هو. هن گهٽ لکيو پر نهايت سٺو لکيو.“

سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) ٻي آگ جلن تا پروانا (ڪهاڻيون)، (2) ارمان (ناول) ۽ (3) پياري چيز (شاعري ۽ مضمون) سنڌي ادب ۾ چڱو واڌارو آهي.

سڳن آهوجا، 10 فيبروري 1966ع تي وفات ڪئي.

**سُڳنڌ** (ڪتاب): هي ڪتاب عبدالحسين شاهه موسوي ۽ محمد ابراهيم عباسيءَ جو تيار ڪيل آهي. هن ڪتاب ۾ ديباچي کانپوءِ سنڌي لوڪ ادب جون صنفون ڏوهيڙا، هنر، اوراڻا، پروليون ۽ ڳجهارتون، سوالي جوابي ڳجهارتون، ڏٺ پرولي، سرائتيون ڳجهارتون، ڏور، سينگار ۽ ڏهس، تعارف ۽ مثالن سان ڏنا ويا آهن.

ڪرائون سائيز جي 165 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، اسلاميه پرنٽنگ پريس، ويسٽ ڪچا، حيدرآباد مان 1966ع ۾ 2000 ڪاپيون، (ائون ڇاپو) ڇپيو. جنهن جي قيمت هڪ روپيو، اٺ آنا آهي.

**سڳي** (عورتاڻو سينگار): سڳي سُٽ مان ٺهيل هوندي آهي، جنهن کي عورتون پنهنجي وارن ۾ ويڙهينديون آهن. سڳيءَ جو ڳُرڪاري رنگ جو ٿيندو آهي ۽ هن جا پلاند/جهوڙا رنگين گلن وارا، موتين وارا ٿيندا آهن. سڳيون ڪيترن ئي قسمن جون ٿينديون آهن، جنهن ۾ موتي واري، گُلن ۽ قلابات واري، لسيون ۽ رنگين وغيره شامل آهن. هن کي ٺاهڻ لاءِ هر قسم جو سُٽ استعمال ڪيو ويندو آهي، جنهن ۾ ايراني سٽ، ريشم سُٽ، سوٽي سٽ شامل آهي. عورتون سڳي کي وڏي شوق سان وارن ۾ سونهن

طور ويڙهينديون آهن. ننڍي عمر واريون ڇوڪريون، وارن کي وڌو ڪرڻ لاءِ وارن ۾ ميندي وجهي سڳي ويڙهائينديون آهن ته جيئن وار وڌا ٿين. اُها سڳي اڪثر ڪري ڪاري رنگ جي هوندي آهي. سنڌ جون عورتون گهرن ۾ هنر طور، واندڪائيءَ ۾ سڳيون ٺاهينديون آهن. ڪجهه عورتون وري معاشي ضرورتن کي پورو ڪرڻ لاءِ به ٺاهينديون آهن. سڳي وارن ۾ ويڙهڻ وارو رواج صرف هاڻي ڳوٺن تائين محدود ٿي ويو آهي. شهرن ۾ اُن جي جاءِ تي وارن لاءِ مختلف قسمن جون هيئرس بنڊ، ڪيچرس، ڪلپ ۽ ڪانٽا اچي ويا آهن، جيڪي شهر جون عورتون استعمال ڪنديون آهن. پر پوءِ به سنڌ جي ڳوٺن ۾ سڳين جي وڏي اهميت آهي. عورتون شوق سان ٺاهينديون ۽ استعمال ڪنديون آهن.

**سڳيون** (ديهه): تعلقي گنبٽ ۽ ضلعي خيرپور ميرس جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن.

سڳيون، وريل شاهه، ٻنڊي، فيض محمد ۽ ڪلوڪي ڀنگي.

**سگهه** (ديهه): ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد حسن چانهيو، محمد ڪاٺياواڙي، محمد ماڇي، محمد صديق لمبردار، قابل پلي (امين درس)، ڳوٺ مينگهواڙ، مجنون راڄڙ، چوڌري عمرالدين، حاجي ابراهيم جت، محمد نواز مري، الهبچايو آريسر، محمد امين درس ۽ عمرالدين پنجابي.

**سگهارو هماليا هيٺا ماٺو** (ڪتاب): هي ڪتاب ناليواري صحافي ۽ اديب فقير محمد لاشاريءَ جو سفرنامو آهي، جنهن ۾ سندس نيپال جي سير سفر جو ذڪر شامل آهي. ليکڪ هي ڪتاب پنهنجي استاد محمد ابراهيم ميراڻيءَ کي ارپيو آهي. فقير محمد لاشاريءَ 'ليکڪ پاران' جي سري هيٺ لکيو آهي ته، "نيپال ۾ مون جيڪو ڪجهه ڏٺو، تنهن سان منهنجو اهو ويساهه پختو ٿيو آهي ته مظلوم انسانيت جو سچو اتحاد ٿيڻ، تاريخ جو اٽر فيصلو آهي. هن دنيا ۾ ظالم ۽ مظلوم فقط ٻه ذريون آهن، ٽين ڪا ذر ڪانهي. فرق رڳو اهو آهي ته ظلم ۽ مظلوميت جي شڪلين ۾ ٿورو گهڻو فرق آهي." هن ڪتاب جو 'پيش لفظ' مهتاب اڪبر راشديءَ لکيو آهي، جڏهن ته ڪتاب جي پهرئين ڇاپي جو مهاڳ رئوف نظاماڻيءَ ۽ ٻئي ڇاپي جو مهاڳ ڪهاڻيڪار ۽ اديب سليم چنا (سينيئر) لکيو آهي.




ڪتاب جو پهريون ڇاپو، اپريل 1985ع ۾ ڇپيو ۽ ٻيو ڇاپو 'انڊس پبلشرز' ڪراچي، 2004ع ۾ ڇپيو. ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي فقير محمد لاشاريءَ ۽ سندس ڪتاب متعلق مهتاب اڪبر راشديءَ جو تاثر ڏنو ويو آهي. ڊيمي سائيز جي 172 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سگهرائي** (راڳ): هن راڳ جو تعلق سنڌ جي قديم ٺاٽ ڪافيءَ سان آهي. هي راڳ ڪافي ٺاٽ جو ڪاڊو، سمپورن راڳ آهي. انهيءَ راڳ ۾ ڌيوت (ڌا) جو سر استعمال ۾ نه آڻبو آهي. اهڙي طرح ڌيوت (ڌا) جو سُر سرگم مان خارج ٿيل آهي. هن راڳ جي سرگم وسيلي شڪل جي روپ ۾ وادي سر ڪرج (سا) آهي ۽ سم وادي سر پنچم (پا) آهي. جڏهن ته هن راڳ جي ڳائڻ جو وقت ڏينهن جو ٻيو پهر آهي. هن راڳ کي پڻ ڪانڙهي جو هڪ قسم به سمجهيو وڃي ٿو انهيءَ راڳ ۾ سارنگ جو به ڪجهه رنگ نظر اچي ٿو. سنڌي پرڪاش جي ٻن پهرن يعني رات جا ٽي ته ڏينهن جا ٽي. انهيءَ سرشتي ۾ رات جي وقت راڳ شهانا ڳايو ويندو ته ڏينهن جي ٻئي پهر ۾ سگهرائي راڳ جو پهر مقرر ٿيل آهي. راڳ سوها ۽ سگهرائيءَ ۾ فرق اهو آهي ته سوها راڳ ۾ ڌيوت هو سر بلڪل ورج (خارج) ڪيل آهي ۽ راڳ سگهرائيءَ جي آروهيءَ ۾ ڌيوت (ڌا) جو سُر لڳڻ ڪري سوها ۽ سگهرائي الڳ الڳ ٿي پون ٿا. جيئن رات جو شهانا ۽ ڏينهن جو سگهرائي اهڙيءَ طرح رات جي وقت ۾ آڙانه ته ڏينهن جي ايندڙ انهيءَ وقت مطابق سوها ڳائبو آهي. ڪجهه نائڪن جو چوڻ آهي ته هن راڳ ۾ پاڳيسري مڌمات جون شڪليون ملن ٿيون. ڪجهه موسيقيءَ جي پنڊتن جو چوڻ آهي ته هي راڳ سگهرائي، آڙانه، ڪانڙه ۽ ٻندره ٻني جون شڪليون ملن ٿيون. اهڙيءَ طرح راڳ سوها ۾ ڌيوت جو سر ورج آهي ۽ ٻندرا ٻنيءَ ۾ گنڌار ورج آهي. آڙانه ۾ ڌيوت ڪومل آهي ۽ شهانا راڳ ۾ ڌيوت خلاصي طريقي سان استعمال ۾ ايندو آهي. انهيءَ ڪري سگهرائي انهن سيني سرن ڪان مختلف آهي، انهيءَ راڳ ۾ تاراستان جي سا وڌو لطف ڏيندي آهي. هن راڳ جي آروهي: سا-ري-گا-ما-پا-نا-سا ۽ امروهي: سا-نا-ڌي-پا-ما-گا-ري- سا آهي.

**سگهڙ**: سگهڙ لفظ جي لغوي معنيٰ آهي سياڻو، سيبتو، سچيتو، ڄاڻو، پارکو، سوچ ۽ ساڃهه رکندڙ، حق گو ۽ حق شناس. لوڪ ادب جي ڄاڻو سگهڙ کي 'سوگهڙ' به چوندا آهن. جنهن جو مطلب ته سؤ قسم جي وڌ ۽ گهڙ ڪري، اکرن کي ڪاريگري ۽ سيبتائيءَ سان پاڻ ۾ ملائي، جنهن مان هنر يا سينگار جڙي پون، ڏٽ پروليون ۽ ڏوريون ٺهي پون، ڏهس ۽ پهاڪا جنم وٺن. مطلب ته اکرن ۾ ساهه وجهي جيئرو ڪندڙ ڪاريگر کي سگهڙ سڏجي ٿو سگهڙ ڪنهن تعليمي اداري ۾ پڙهي، سند يا سرٽيفڪيٽ حاصل نه ٿو ڪري، پر ڪين رب پاڪ، ذات جون اوتون اوتي ڏئي ٿو سگهڙ اڪثر ڪري ظاهري طرح اڻ پڙهيل هوندا آهن، پر هو پنهنجي مشاهدي ۽ تخليقي صلاحيتن ذريعي پنهنجي آسپاس جي سماج جو منظر پنهنجي نج ٻوليءَ ذريعي زباني پيش ڪن ٿا. بس سندس اندر مان جيڪو به آواز يا اڀڙاڪ نڪري ٿو، سو سمورو سوز ۽ سچائيءَ سان ڀرپور آهي. جيڪو ٻڌندڙن کي متاثر ٿو ڪري.

سگهڙ ڪنهن ڪاغذ يا قلم جو محتاج ناهي هوندو. هن کي پنهنجي مشاهدي جي نظر جيڪو ڪجهه ڏيکاري ٿي، اهو عڪس دل جي دفتر تي ريٽي چڙي ٿو ۽ پنهنجن سادن سودن لفظن ۾ اظهار ڪري ٿو.

اهو اظهار جڏهن عام ماڻهن جي اڳيان عوامي ٻوليءَ ۾ پيش ڪجي ٿو. تڏهن ٻڌندڙن جي اندر مان زبان جي رستي دادا جا درياهه وهي پون ٿا. سگهڙ کي جيڪڏهن سادڙو ۽ عوامي شاعر ڪري ڪوٺجي ته ان ۾ ڪوبه وڌاءُ نه ٿيندو. هو لوڪ ادب جو پارکو، لوڪ اڳيان لوڪ پسند ڳالهيون ڪري ٿو. شاعر ۽ سگهڙ ۾ هي فرق آهي ته سگهڙ وٽ لفظن جي ڳاهه ٺوهه يا وزن بحر جي پابندي ڪونهي هوندي، هو عام فهم ۽ سادا لفظ پيش ڪري ٿو البت سگهڙ به شاعر وانگر رديف ۽ قافيي جو پابند آهي. بهرحال سگهڙ غير عروضي شاعر آهي، ڪيس عوامي يا لوڪ ادب جو لوڪ پسند شاعر چئجي ته ڪو به وڌاءُ نه ٿيندو. هاڻي سگهڙ به عروض جو استعمال ڪن ٿا.

سنڌ ۾ ڪيترائي لوڪ ادب جا ماهر ۽ سگهڙ ٿي گذريا آهن. جن ۾ سگهڙن جو امام جلال ڪٽي، صابر موچي، حسين بخش ديدڙ، هيڙو ڪنيار، حاجي فقير مهيسر، مريد زهراڻي، بخشو فقير شر، الله بخش مگڻ، سيد صالح محمد شاهه، محمد ملوڪ عباسي، عبدالرحمٰن مهيسر، محمد مٺل جهتيال، عاجز رحمت الله لاشاري، لقمان ڪوڪر ۽ ٻيا قابل ذڪر آهن.

**سگهڙن جي ڪچهري:** سگهڙ ۽ سپورنج مڙي محبت جو ميڙاڪو ڪري پاڻ ۾ جيڪا محفل مچائين ٿا، انهيءَ قرب ڀري ڪچهريءَ کي عام لفظن ۾ ’سگهڙن جي ڪچهري‘ چئجي ٿو. سگهڙن جي ڪچهري اسان جي سنڌي ثقافت جو هڪ اهم ۽ خالص حصو آهي. جنهن کي سنڌي ادب جي سونهن ۽ سوڀيا ڪوٺجي ٿو. سگهڙن جون ڪچهريون نه صرف ڪچهريون آهن، پر اهي لوڪ ادب، فڪر ۽ فن جا ڀرپور ادارا آهن. انهن ڪچهرين ۾ اڄ سان ڪيئي ماڻهو ذات ۽ ڏانءَ سان پنهنجا جهول ڀري، سوچ جا صاحب بڻجي، سچيتا سگهڙ ۽ سپورنج ٿي پيا، جيڪي سنڌي لوڪ ادب ۾ نالو نروار ڪندا رهن ٿا. ڪيترائي اهڙا اڻ ڳڻيا مثال موجود آهن ته انهيءَ لوڪ ادب جي ڪچهرين ۽ سگهڙن جي صحبت ۾ ڪيترائي اڻ گهڙيا ۽ اڻ پورا انسان، پنهنجون زورآوريون ۽ زبردستيون ڇڏي، سڪ جا سوداگر بڻجي ويا. ڪي ڪي ڏاڙيل ۽ ڏاڍا مڙس سگهڙن جي ڪچهرين مان محبت جو مزو وٺي، لوڪ ادب جي افق تي ستارا بڻجي چمڪي ويا ۽ اڄ به چمڪن ٿا.

سگهڙن جي ڪچهري نهايت وڻندڙ ۽ دل کي ڇڪيندڙ ٿئي ٿي. سڀ سگهڙ ۽ سپورنج ڪنرو ڪري، هلڪو ٻڌي، ڪانپ ڪڍي، ورونهه ڪري ويهندا آهن. هن ڪچهريءَ جي لاءِ ڪنهن نٽ نانگر يا جوڙ جڙاءَ جي ضرورت ناهي، پٽ تي تڏن يا تونرين وڇائڻ ۽ سياري ۾ وچ تي وڏي مچ جي ضرورت هوندي آهي، پوءِ اها اوطاق ڪنهن جي به هجي. سيني سگهڙن مان هڪ سريلو سگهڙ نڪري نروار ٿيندو آهي ۽ آيل سگهڙن، مهمانن ۽ دوستن جو آدرياءُ ۽ خوش ڪيڪار ڪندو آهي. ان ڪانپوءِ لوڪ ادب جي باري ۾ پنهنجي ڄاڻ مطابق وينل ڪچهريءَ کي واقف ڪندو آهي. انهيءَ اڳواڻي ڪندڙ سگهڙ کي صدر ڪوٺيو ويندو آهي. صدر پنهنجو بيان پورو ڪرڻ ڪانپوءِ ٻن حصن ۾ ورهايل سگهڙن مان هڪ هڪ سگهڙ مختلف ٽولن مان اُٿاري آمهون سامهون مقابلي لاءِ ويهاريندو آهي.

ٻئي سگهڙ واري واري سان پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن. سٽاءُ موجب ڳجهارت، ڀاڪو هنس سينگار ۽ آخر ۾ ڏور پيش ڪيو ويندو آهي. ان سموري ڪارروائيءَ جي وچ ۾ اڪثر ڪري وقفي وقفي سان راڳ جي محفل جو پڻ مزو ورتو ويندو آهي. واري واري سان سمورو فن پڙهڻ ڪانپوءِ صدر سگهڙ ڏور جي مقابلي جو اعلان ڪندو آهي.

ڏور جي مقابلي ۾ به هڪ هڪ ٽولي جو هڪ هڪ سگهڙ آمهون سامهون ويهي ڏور پڙهندو، جيڪو سگهڙ ڏور ڏيندو، انهيءَ جي پارٽي خاموش ويٺي هوندي، باقي مخالف پارٽي جا سمورا سگهڙ اها ڏور ڳولڻ جي ڪوشش ڪندا. ڏور ڳولڻ لاءِ ٽائيم مقرر هوندو آهي. ان دوران ڏور ڳولڻ واري پارٽيءَ جا سگهڙ ان ڏور جو ڪو جواب ڳولي ڏور ڏيڻ واري پارٽيءَ کي ٻڌائيندا ۽ جيڪڏهن اهو جواب غلط هوندو ته ڏور ڏيڻ وارو سگهڙ ’ٻڇي‘ چوندو! جنهن جو مطلب ته اهو جواب غلط آهي. جيڪڏهن ڏور جو جواب يا پڇٽي صحيح نڪرندي ته ڏور ڏيندڙ سگهڙ وڏي واڪي ’ها‘ يا ’ويو‘ چئي، پنهنجي جاءِ تان اٿي، ڏور ڀڃندڙ سگهڙ کي ڀاڪر پائيندو ۽ سڄي ڪچهريءَ ۾ نعرا، هوڪرا ۽ خوشيءَ جي لهر ڇانئجي ويندي. پر جيڪڏهن مقرر وقت تي مخالف ڌر وارا سگهڙ اها ڏور نه ڀڃي سگهندا ته پوءِ اهڙيءَ ڏور کي سگهڙ پنهنجي ٻوليءَ ۾ ’ڀڳ وارو ڏور‘ ڪري سڏيندا آهن. ڀڳ وارو ڏور، ڪامياب ڏور کي چيو ويندو آهي، جيڪو ڏور ڏيڻ واري ڌر جي ڪاميابيءَ جو اهڃاڻ هوندو آهي. پوءِ سڄي ڪچهري ڏور ڏيندڙ سگهڙ کي چوندي ته ’ڏور کول‘ ته اهو سگهڙ ڏور کوليندو. يعني ڏور جو مطلب يا سمجهاڻي ٻڌائيندو. جنهن ڏور جي سمجهاڻيءَ کي حديث ڪري چيو ويندو آهي. جيڪڏهن ڏور جي حديث، سگهڙائپ جي اصولن موجب درست ۽ قابل قبول هوندي ته سيئي سگهڙ پنهنجي جاين تان اٿي ان ڏور ڏيندڙ سگهڙ سان قدردانيءَ طور هٿ ملائيندا ويندا. اهڙيءَ طرح هيءَ ڪچهري سموري رات هلي صبح جو پرهه ڦٽيءَ مهل پنهنجي پڄاڻيءَ تي پهچندي آهي.

هن قسم جون سگهڙ ڪچهريون هاڻي سرڪاري انتظام هيٺ به منعقد ٿينديون آهن. ثقافت کاتي، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي ۽ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ پاران به سگهڙ ڪچهريون منعقد ڪيون ويون آهن. سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ پاران اينڊومينٽ فنڊ ٽرسٽ جي سهڪار سان سنڌ جي مختلف ضلعن ۽ لهجن جي سگهڙن جون ڪچهريون توڙي هند جي ٻنيءَ واري علائقي جي سگهڙن جون ڪچهريون وڊيو ريڪارڊنگ ۾ به محفوظ ڪيون ويون آهن.

**سگهڙ تاج محمد هاليپوٽو:** سنڌ جي سگهڙن جو موجوده سرواڻ، تاج محمد ولد محمد هاشم هاليپوٽو، 10 سيپٽمبر 1956ع ۾ پراڻي شادي پلي، تعلقي ڀٽوري ۾ ڄائو. پرائمري تعليم پراڻي شادي پليءَ مان پرايائين، جڏهن ته مئٽرڪ شاهه ولي الله هاءِ اسڪول، ميرپورخاص مان پاس ڪيائين. سندس علمي توڙي ادبي تربيت سندس ناني حاجي علي محمد هاليپوٽي ڪئي، جيڪو پاڻ به هڪ اهل علم ۽ اهل ادب

ماڻهو هو. سگهڙ تاج محمد کي گهڻو ڪري سنڌ جي سيني سگهڙن جا هندي توڙي سنڌيءَ ۾ سگهڙائپ وارا ٻول برزبان ياد آهن. پاڻ بہ سينگار توڙي لوڪ ادب ۽ ٻي شاعريءَ جو بهترين شاعر آهي. شاعريءَ ۾ سندس استاد ناميارو محقق ۽ تاريخدان مرحوم معمور يوسفاڻي آهي. سگهڙ محمد ملوڪ عباسي ايوارڊ ۽ ٻيا تعريفي سرٽيفڪيٽ بہ کيس ملي چڪا آهن. 29 مارچ 2008ع تي پراڻي شادي پليءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ماهر، ممتاز عالم ۽ تاريخدان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کيس مرحوم عبدالرحمٰن مهيسر ڪانپوءِ سنڌ جي 'سگهڙن جي سرواڻ' جي پڳ ٻڌائي. ان تقريب ۾ قلندر شاهہ لڪياري، ڊاڪٽر اسد جمال پلي، ارشد بلوچ ۽ ڊاڪٽر عابد لغاري پڻ موجود هئا. مختلف رسالن توڙي اخبارن ۾ سندس شاعري ۽ مضمون ڇپيل آهن. پاڻ بهترين مقرر بہ آهي. ضخيم ڪتابن جي لائبريري بہ اٿس، جنهن ۾ قلمي نسخن جو وڏو تعداد آهي، خاص ڪري سنڌي پهاڪن جو وڏو ذخيرو وٽس موجود آهي. سڄيءَ سنڌ ۾ سگهڙائپ جي حوالي سان مشهور آهي. وٽس وڏيون سگهڙ ڪچهريون پڻ ٿين ٿيون. پنهنجي شاعريءَ جي مجموعي ڪانسواءِ 'شادي پلي تاريخ جي آئيني ۾' ڪتاب پڻ ترتيب ڏئي رهيو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي گمنام ڪردارن جو ذڪر ڪيو اٿس.



**سگهڙ سالڪ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ناليواري سگهڙ استاد محمد صادق ٿهيم جي شاعريءَ تي مشتمل آهي. جنهن کي سگهڙ روشن الدين ٿهيم سهيڙي ڪتابي صورت ڏني آهي. هن ڪتاب کي نون حصن ۾ ورهايو ويو آهي. پهرئين حصي ۾ ٽيهہ اکري حمد ۽ مختلف نبين اوليائن تي ڪيل شاعري شامل آهي. ٻئي باب ۾ نصيحت ۽ دانائيءَ جا داڻا، ٽئين ۾ سنڌ جو شان ۽ قوم کي پيغام، چوٿين باب ۾ مرثيا دار، پنجين باب ۾ سگهڙپائي، ڇهين باب ۾ خوش طبعيءَ وارا خيال، ستين ۾ خشڪ ۽ سوز محبت جو مذڪور، اٺين باب ۾ ٽيهہ اکريون ۽ نائين باب ۾ بيت ۽ ڪافيون شامل آهن. ڪتاب ۾ سگهڙ محمد صادق جي سوانح پڻ ڏني وئي آهي. ان کان سواءِ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، سگهڙ عبدالرحمٰن مهيسر، روشن ٿهيم، ٻچل شاهہ جيلاني سيد صالح محمد شاهہ جا رايا پڻ شامل آهن.




ڪچي جلد سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 299 صفحا آهن، جنهن جي قيمت 150 روپيا آهي. هي ڪتاب روشن برادرز ڳوٺ محمد صادق ٿهيم، ٽنڊو آدم مان 1999ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**سگهڙن جي ڊائريڪٽري** (ڪتاب): هي ڪتاب مشهور محقق ۽ اديب عبدالله ورياهہ مرتب ڪيو آهي، جيڪو ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ جي لوڪ ادب اسڪيم جو حصو آهي. هن ڪتاب ۾ لوڪ ادب جي صنفن لوڪ داستان، لوڪ گيت، مولود، مناجات، ڳجهارت، هنر، ڏور، سينگار ۽ بيت وغيره چوندڙ حيدرآباد، سانگهڙ، سکر، جيڪب آباد، دادو، نوشهري فيروز، سکر، خيرپور، شڪارپور، نواب شاهہ ۽ لاڙڪاڻي جي 200 کن سگهڙن جا فوٽن سميت تعارف ڏنل آهن. ان سان گڏ سندس سگهڙپائيءَ جو هڪ اسم پڻ ڏنل آهي.




سادي ٽائيٽل سان 158 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 25 روپيا آهي. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 1991ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

**سگهڙين سٿ** (رسالو): هيءُ رسالو سنڌيءَ ۾ پهريون ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيل رسالو هو، جيڪو مارچ 1989ع کان نامور اديب، اسڪالر ۽ عورتازاد جي فڪري تحريڪ جي روح روان ڊاڪٽر فهميده حسين ميمڻ جي سرپرستيءَ هيٺ جاري ٿيو. جنهن جي ايڊيٽر انيس رحمان هئي. هن رسالي جي ايڊيٽوريل بورڊ ۾ سلطانہ وقاصي، عطيہ دائود، رضيہ ڪوکر، عبدالحق عظيم ۽ ارشد سراج شامل هئا. هن رسالي جي اجراءَ جو مقصد عورتن ۾ سياسي، سماجي جاڳرتا جي جوت جلائڻ هو. هن رسالي ۾ عورتن جي حوالي سان مواد شايع ڪيو ويندو هو، جنهن تحت معاشري ۾ عورت جي هڪ فرد هئڻ واري حيثيت مڃائڻ جو مقصد ڪارفرما رکي سنڌ ۾ شعوري طور عورتازاد کي هٿي وٺرائڻ هو. رسالي ۾ نامور ليکڪائون ماهتاب محبوب، نور الهديٰ شاهہ، مهتاب اڪبر راشدي، سلطانہ صديقي، شبنم گل سميت ٻيون ڪيترين ئي ليکڪائون مسلسل لکنديون هيون. هن رسالي ۾ نامور اديبن توڙي اديبائن جا انٽرويو پڻ شامل ڪيا ويندا هئا. سنڌ ۾ ادبي، علمي، سماجي حلقن ۾ سماج جي عورت ڏانهن روا رکيل رويي ۾ هاڪاري تبديليون آنديون. هيءُ رسالو ڪيترو وقت جاري رهيو ۽ پوءِ بند ٿي ويو.




**سگهڙين سٿ** (صفحو): سن 1972ع ۾ ڪراچيءَ مان هلال پاڪستان اخبار جو ٻيو جنم ٿيو. ان وقت ون يونٽ ٽٽي چڪو هو ۽ ڪراچيءَ جي سنڌ جي گاديءَ جي شهر واري حيثيت بحال ٿي چڪي هئي. ذوالفقار علي ڀُٽي جي عوامي حڪومت ۾ سنڌي ماڻهن جڏهن ٻهراڙيءَ

ڪان وڏن شهرن ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي ته ان جي نتيجي ۾ سنڌ ۾ نئون مڊل ڪلاس جڙيو. پراڻيون روايتون ۽ رواج ان نئين جڙندڙ طبقي جي راهه ۾ رڪاوٽ وجهي رهيا هئا. ان وقت اها ضرورت محسوس ڪئي وئي ته ان طبقي جي مالڪي ڪئي وڃي. سنڌن مشڪلاتن ۽ مسئلن کي ارباب اختيارين تائين پهچائڻ سان گڏوگڏ سنڌن تعليم، روزگار، شهري سهولتن وغيره بابت پڻ سنڌن رهنمائي ڪئي وڃي. ان دور ۾ سنڌي ادب کي به نئون موڙ ملي چڪو هو. ون يونٽ واري مزاحمتي دور کان پوءِ هڪ سجاڳيءَ جي ضرورت هئي، جيڪا پوري ڪرڻ لاءِ ڪيترائي رسالا ۽ اخبارون جاري ٿيون هيون. 'سهڻي'، 'ملير' ڊائجسٽ جهڙن رسالن سان گڏوگڏ خصوصي طور هلال پاڪستان اخبار ۾ ڇپجندڙ ڪالمن، ايڊيٽوريلن ۽ ان جي ادبي صفحي ان تحريڪ کي هٿي ڏني. انهيءَ پسمنظر ۾ هلال پاڪستان اخبار ۾ سنڌي عورتن لاءِ 'سگهڙين ست' نالي هڪ صفحو جاري ڪيو ويو، جنهن جي ادارت فهميده ميمڻ سنڀالي. هن صفحي هڪ طرف ته سنڌي عورتن جي جاڳرتا ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو ۽ سنڌن سماجي، معاشي ۽ نفسياتي مسئلن کي اجاگر ڪيو ته ٻئي طرف سنڌي ادب جي ميدان ۾ تخليقي سطح تي پڻ ڪيترين نين لکندڙ ڇوڪرين ۽ عورتن کي متعارف ڪرايو ۽ سنڌن رهنمائي ڪئي.

'سگهڙين ست' صفحو اردوءَ جي عام روايتي صفحن جي ڀيٽ ۾ مختلف ۽ منفرد هو جو هن ۾ رڌ پچاءُ يا هار سينگار بابت ليکن کي اهميت ڏيڻ بدران عورتن جي تخليقي صلاحيتن کي اجاگر ڪندڙ ليک ڇاپيا ويندا هئا. ڪالم، ڪهاڻين، شاعري، مضمونن، انٽرويوئن يا فيچرن ڪانسواءِ هن صفحي ۾ چترڪار عورتن جا چٽ ۽ خاڪا ڏنا ويندا هئا، سنڌن لکڻين تي تنقيدي تبصرا ڪيا ويندا هئا ۽ دنيا جي مشهور عورتن بابت ليک ترجمو ڪري ڇاپيا ويندا هئا، جن ۾ ليلا خالد، جميلا بوپاشا يا هيلن ڪيلر جهڙين عورتن جي زندگيءَ ۽ جدوجهد کي پيش ڪري هتان جي عورتن کي اتساهيو ويندو هو. روايتي معاملن، ننهن، نٽان، پاڃائيءَ جي جهيڙن جي مسئلن بدران چين، روس ۽ ٻين سماجوادي معاشرن توڙي يورپ ۽ آمريڪا ۾ عورتن جي آزادي، عورت ۽ مردن جي برابري، پورهئي جي ورڇ ۽ هڪ جهڙن موقعن بابت ڄاڻ ڏئي ترقي پسنديءَ ۽ روشن خياليءَ جي ڏس ۾ شعور بيدار ڪيو ويندو هو. مختلف ادبي ۽ سماجي گڏجاڻيون ڪري عورتن جي تربيت ڪئي ويندي هئي. هن صفحي ذريعي نين لکندڙ ڇوڪرين کي ادب جي ڪيتر ۾ آڻي، سنڌن اصلاح ڪري اعتماد ڏنو ويندو هو. هن ڏس ۾ نامور ليکڪ تنوير جوڻيجو پنهنجي ڪتاب 'عورت، سماج ۽ ڏاڍ' ۾ لکي ٿي ته: "سگهڙين ست ۾ ٻنهي ڀيڻين (فهميده حسين ۽ انيس ميمڻ) جي اڻٿڪ ڪوشش سبب حيدرآباد ۾ ادبي ميڙاڪا به منعقد ٿيا، نتيجي ۾ عورتن جو هڪڙو انگ برسرِپيڪار نظر آيو. سلطانه وقاصي، نورالهديٰ شاهه، نسرين شاهه، شميم ميمڻ، تبسم مهتاب قريشي، خالده سومرو، ثريا سوز ڏيپلائي، مريم چانڊيو، خيرالنساءِ جعفري، ليليٰ بانو، نيلوفر جويو، رضيه صديقي، افروز صديقي، زبيده ميتلو، غزالا شاهين ۽ تنوير جوڻيجو، رعنا صديقي، ج. ع. منگهاڻي وغيره قابل ذڪر آهن."

هن صفحي ذريعي ڪيترين ئي ليکڪائون متعارف ٿيون، جن ۾ نورالهديٰ شاهه، سلطانه وقاصي، عطيه دائود، تنوير جوڻيجو، شمشاد مرزا، سوسن مرزا، سلميٰ صديقي، بانو محبوب، نسرين جوڻيجو ۽ ٻيون شامل آهن.

هي صفحو مسلسل ڏهن سالن تائين فهميده ميمڻ/ فهميده حسين ايڊٽ ڪيو جنهن ڪانپوءِ ڪجهه سال ان کي عطيه دائود پڻ سنڀاليو ۽ پوءِ مختلف دورن ۾ مختلف ليکڪائون اهو صفحو سنڀاليندڙيون رهيون آهن.

**سڱ** (Horn): دنيا ۾ پنهنجي قسم جو هي شايد پهريون قديم ساز آهي، جو ڪنهن ساهواري جي سڱ مان ٺهي ٿو. ساز ڪيترو پراڻو آهي سو ته چئي نٿو سگهجي، البته هڪ حوالي موجب گهٽ ۾ گهٽ 2000 سال ق.م تائين هن جو پتو ملي ٿو. گهٽي جي سڱ مان ٺهيل هن ساز کي Shophar/Shofar سڏيو وڃي ٿو. يهودين جو اهو ساز سندن ڪنيسا



هڪ فقير سڱ وڄائي رهيو آهي

يا صومعه (Synagogue) ۾ وڄايو ويندو آهي، پر امن ۽ جنگ جهڙن موقعن تي اعلان يا ڄاڻ طور به وڄايو ويندو آهي. دنيا جي وڏن پراڻن خطن جو هي عام ساز آهي. اوائلي ساز گهٽي، ڍڳي، گڏ، سره ۽ ٻڪر جي سڱ کان علاوه هاٿيءَ جي ڏند يا ڪاٺ مان ناهيو ويندو هو. هي ساز ساڻ کڻڻ ۾ به سولو ۽ هلڪو هو. سڱ جي ٻنهي ڇيڙن سان سادي ڏوري ٻڌي ڪلهي ۾ لڙڪائبو هو. اسان وٽ اهو ساز جيئن جو تيئن درگاهن جا فقير ۽ خدمتگار يا ڪي گداگر وڄائڻ جا ماهر آهن ۽ ڪن مقرر يا رواجي وقتن يا موقعن، موج ۽ مستيءَ جي مهل اٿي وانگر وڄائين. آواز جي لحاظ کان هن ساز ۾ رڳو يڪي صدا جي گنجائش آهي، پر وڄائڻ وارو سڱ جي سوڙهي پاسي ڪيل سوراخ مان زور سان يا زور گهٽائڻ يا وري زبان ۽ وات جي آوازي ڍنگن سان آوازي تنوع يا قيرقار ڪري سگهجي ٿو. پوکر ڏيڻ سان هن ۾ هڪ لهريدار لڳاتار گونج به پيدا ڪري سگهبي آهي. هي ساز پوئين دور ۾ ٺهيل ڪيترن ئي سازن جو

ابو آهي. هن کي نقل ڪندي ڪيترا ٻيا خاص ڪري پتل، چاندي وغيره جا ساز ٺاهيا ويا آهن. ڌاتو مان ٺهيل سازن ۾ آهنگ ۽ لچڪ پيدا ڪرڻ لاءِ انهن ۾ ڪنجيون (keys)، ڍڪڻيون Valves ۽ ڪک (Reeds) لڳل آهن. ڪي ساز توتاري وانگر سڌا، ڪي مڙيل، ڪي وريا گهنبدي سان، ڪن ۾ وري ٻه يا وڌيڪ ور يا گهنڊيون هونديون آهن. ڪن سازن جي مُنهن وٽ چلا آهن. هنن سازن مان ڪن کي نوبڪلو به وڄايو ويندو آهي، پر اڪثر (Band) طائفي، سازيني يا سنگت جا ساز آهن. هي ساز شادمانن، شادين، سرڪاري تقريبن، فوجي مشقن، جنگ وغيره جهڙن موقعن تي وڄايا وڃن ٿا. وڄائيندڙ گهڻو ڪري ڪنهن وردي ۾ هوندا آهن. سندن وڏو گروپ هوندو آهي ۽ وڏي طمطراق سان واڄو ڪندا آهن. سازن جي اهڙي ميڙ کي عام طرح انگريزيءَ ۾ Brass (E) چيو ويندو آهي. پر سنگ انهن تقريبن ۾ ڪونه هوندو آهي، اهو صرف فقير، فقراءُ پنڻ يا ڌمال ۾ وڄائيندا آهن.

**سِگر لنڊي**: Horned Viper/Pseudocerastes Persicus هيءَ بلا 0.8 کان 0.58 ميٽر ڊگهي ٿئي ٿي. هن بلا جو پيچ 87 کان 90 ملي ميٽر هوندو آهي ۽ مٿو ننڍو، ويڪرو ۽ ڪنڌ نمايان هوندو آهي. هن بلا جو پيچ



ننڍو هوندو آهي. جسماني رنگ هيدو هوندو اٿس، جنهن تي هلڪن ناسي چٽن جي هڪ چڊي قطار پٺيءَ تي هلندي وڃي ٿي. ٻنهي پاسن کان ساڳئي قسم جا ننڍا چٽ اٿس. منڍيءَ تي اکين کان مٿي چلرن جا ٻه اڀار هوندا اٿس، جيڪي سڱن وانگر ڏسجن ٿا. ان تان ئي هن لنڊي بلا تي سگر جو نالو پيو. هي جنس ريتيلي پهاڙي علائقي ۾ ٿئي ٿي. ڏينهن جي وقت پٿرن جي هيٺان يا ڏرڙن ۾ لڪل رهي ٿي. هي بلا رات جو شڪار لاءِ نڪرندي آهي، خطرو محسوس ڪرڻ تي شوڪارا ڪندي آهي. هيءَ بلا خاربار نه آهي. هي بلا خوراڪ ۾ اڪثر ڪرڙيون ۽ ڪوئا کائيندي آهي. آذربائيجان کان عربي سمنڊ تائين پکڙيل آهي.

**سگريون**: ڪنديءَ جي وڻ جي ڦرين کي سگريون چئبو آهي. سگريون سنهيون ۽ چونئري جي ڦرين کان ڊگهيون ٿين ٿيون. هي مارو ماڻهن جي ڏٿ ۾ شامل آهن. ڪچين سگرين مان پاڄي رڌي ويندي آهي ۽ سگريون پچي وڃڻ ڪانپوءِ ٻج ڪڍي ڪاڙهيون ويندیون آهن. ٿرجا ماڻهو سڪل سگرين کي ميوو سمجهي کائيندا آهن. مارو ماڻهو ڪچيون سگريون اباري رکندا آهن، جيڪي گهڻي عرصي تائين پاڄيءَ جي طور



ڪم آڻين. اباريل سگريون توڙي سڪل سگريون ٻين علائقن ڏانهن پڻ موڪليون وينديون آهن. سگرين جو شهرن ۾ وڪرو چڱو ٿئي ٿو سگرين ۾ ٻج هوندو آهي، جيڪو سخت ٿيندو آهي ۽ اڪثر ڪري مال جي ڦولڙين ذريعي ٻين علائقن ڏانهن پکڙجي پوندو آهي.

شيخ اياز پڻ سگرين کي پنهنجي شاعريءَ ۾ ڳايو آهي:

ڪنڊيءَ نه سگري، ٻبر نه پلڙو،
سائون نه سلڙو، چانگون نه چيلڙا،
مارو اڪيلڙا...

**سگي**: سڱ جو ننڍڙو ٽڪرو، جيڪو ڦوڪ رستي وڄائجي. ننڍڙي سڱ جو اوزار، جنهن کي علاج طور سگي هڻڻ (Cuppins) لاءِ استعمال ڪجي. سگي هڻڻ جو طريقو تاريخ کان به آڳاٽي دور کان وٺي مروج رهيو آهي، جنهن رستي انساني جسم ۾ پيدا ٿيندڙ ڪنهن به قسم جي ساڙي/سوزش، جهڙوڪ: ڏنگ ۽ ڪنڊي لڳي پوڻ جي حالت ۾ پنهنجي چوس جي طاقت سان ڏوهي ڪڍندو هو. اهڙين شين سميت ڪني رت ڏوهي ڪڍڻ لاءِ دنيا جي مختلف قومن وٽ، مختلف دورن ۾ انيڪ طريقا مروج رهيا آهن. اتر آمريڪا جي ونيڪور ٻيٽ جي آس پاس جا مقامي ماڻهو ان لاءِ ڪوپا/ شيل (Shell) يورپ، ايشيا، آفريڪا ۽ اتر آمريڪا جي ماڻهن ۾ جانورن جي ڏاندن سڱن کي مڇي استعمال ڪرڻ جو رواج هو اهڙي جاڻ اوائلي ٻوليءَ ۾ لکيل انهن ٽڪرين مان ملي ٿي، جيڪي 700 ق. م جون آهن. قديم مصر جي سڀ کان قديم طب جي هڪ اهم ڪتاب 'ابرس پاپائيرس' (Ebers papyrus) جيڪو 1550 ق. م جو آهي، تنهن ۾ به سگين رستي علاج جو ذڪر ڪيل آهي.

بقراط، جنهن کي طب جو ابو سڏيو وڃي ٿو، تنهن به ڪيترين مختلف قسمن جي بيمارين لاءِ سگين هڻائڻ جي صلاح ڏني ۽ سندس

ويساهه هو تہ اهڙيون سگيون گهير ۾ نندڍيون، نباتاتي شڪل جون ۽ وزن ۾ هلڪيون استعمال ڪرڻ گهرجن. سگين رستي علاج ڪرڻ جو رواج دنيا جي مسلمان ملڪن ۾ بہ آهي ۽ عربيءَ ۾ علاج جي هن طريقي کي 'حجامہ' سڏيو وڃي ٿو.

سگين هڻائڻ کي بيمارين کان بچڻ ۽ علاج جو هڪ بهترين طريقو سمجهيو ويندو هو، جو پانيو ويندو هو تہ ائين ڪرڻ سان رت جو گردشي ۽ مدافتي بيمارين کان بچائيندڙ سرشتو سگهارو ٿي وڃي ٿو. جسم صاف، زهر ڪان آجو ۽ علاج ڪانپوءِ مريض وڏي فرحت محسوس ڪري ٿو. تلهي ليکي سگي هڻائڻ کي هر قسم جي بيماريءَ جو علاج سمجهيو ويندو آهي.

سنڌ ۾ بہ سگين هڻائڻ جو طريقو قديم زماني ڪان وٺي مروج آهي، سور واري هنڌ تي نشان لڳائي ان جي مٿان سگيءَ جو موڪرو گولائيءَ وارو حصو رکي پوءِ مٿان واري سوڙهي پاسي جي سوراخ رستي سوٽ ڏئي سگيءَ کي 5 ڪان 15 منٽن تائين ايو بيهاري ڇڏبو آهي تہ سگي لڳل هنڌ جو ماس سڄي ويندو آهي. سگي لاهي ان حصي کي پوءِ پاڪيءَ سان هلڪو ٽڪو ڏيندا آهن تہ رت پاڻ ئي وهڻ لڳندي آهي، جنهن ڪانپوءَ مريض فائدو محسوس ڪندو آهي. آمريڪي ڪينسر سوسائٽيءَ پاران ڪيل تحقيق مطابق هي طريقو نہ ڪينسر ۽ نہ ئي ڪنهن ٻيءَ بيماريءَ لاءِ ڪارائتو آهي، جڏهن تہ دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ هي طريقو ڪافي ترقي ڪري چڪو آهي ۽ سگي هڻڻ لاءِ اهڙيون سگيون شيشي، بانس، ٽڪر، ڏاتو ۽ پلاسٽڪ جون بہ استعمال ڪيون وڃن ٿيون. هاڻي سگيون هٿ سان نہ، پر ان لاءِ مشينون بہ استعمال ڪيون وڃن ٿيون.

**سلاجيت** (Salajeet): سلاجيت هڪ قدرتي ڪيميائي مرڪب آهي، جنهن کي آيرويدڪ ۾ هر بيماريءَ لاءِ اڪثير ۽ طلسمي خاصيتون رکندڙ وکر سمجهيو وڃي ٿو. هماليہ جا جوڳي ان کي ڀڳوان پاران هڪ قسم جو تحفو سمجهن ٿا، جو ان جي استعمال ڪرڻ سان ڪيترين بيمارين ڪان نجات سميت انسان اهڙو سدا بهار رهي ٿو جو انساني جسم کي جبل جيان مضبوط ۽ پيرسنيءَ بجاءِ سدا جوان جماڻ رکي ٿو. سلاجيت کي موميجو (Mumijo) ۽ موميا (Momia) يا سنڌ جي اڪثر علائقن ۾ 'هماءِ' نالي سان سڏجي ٿو جيڪو گهاٽو چيڙهالو ڏامر جهڙو رنگ ۾ سفيد ۽ گهرو ناسي ٿي سگهي ٿو. پاڪستان ۾ گلگلت بلتستان جي جبلن سميت ڪوڪيسيس (Coucasus) ڏکڻ اوڀر يورپ ۾ جبلن جو هڪ سلسلو، التائي (Attai، منگوليا- چين ۽ ڪاغستان- روس) ۽ تبت جي جبلن مان بہ ليي ٿو. انڊيا ۽ روس ۾ سلاجيت جي ڪيميائي جوڙجڪ تي گهڻي زماني ڪان وٺي تحقيق هلي رهي آهي، سلاجيت ۾ موجود ڪيميائي مادن ۾ ان جي ملندڙ هنڌ جي نسبت سان گهڻو فرق ٿئي ٿو، جڏهن تہ منجهس 85 قسمن جي معدنيات، نباتاتي ڪوئنر ۽ دال ۾ ٿيندڙ تارپين (Triterpenes)، هيومڪ (Humic) تيزاب ۽ فلوڪ بہ ٿئي ٿو. ڪوڪيس ۾ التائي جبلن مان ليندڙ سلاجيت کي موميجو سڏيو وڃي ٿو.

سلاجيت اصل ۾ سنسڪرت ٻوليءَ جي لفظ مان نڪتل آهي ۽ ان جي معنيٰ 'جبل جهڙو' آهي. سلاجيت کي انگريزيءَ ۾ معدني دال، (Mineral Pitch)، معدني ميڻ (Mineral Wax)، معدني لوڻ (Mineral Oil) پٿر جي تيل ۽ پٿر جي پگهر جي نالن سان لاطينيءَ ۾ ائسقالتم پنجابيئنينم نالي سان سڏجي ٿو. سلاجيت لاءِ سمجهيو وڃي ٿو تہ جبل جي چيرن ۽ ڦاٽن مان سج جي تپش سبب وهي پوي ٿو. موميجو اصل ۾ يوناني لفظ تان ورتل آهي ۽ ان جو ارسطو ۽ ابن سينا هڪ روڳ ماريندڙ ۽ محرڪ جون خاصيتون رکندڙ طور ذڪر ڪيو آهي. ڪيترا سائنسدان عام مقامي ماڻهن جي ان ڳالهہ سان سهمت آهن تہ هنن ڪيترن زخمي جانورن کي بار بار اهڙين غارن ۾ ويندي ڏٺو آهي، جتي موميجو ٿئي ٿو ۽ ان رستي هنن سلاجيت ڳولي لڌو آهي. سلاجيت جي اصليت ۽ خاصيت بابت مقامي ماڻهن وٽ ڪيتريون ئي لوڪ ڪٿائون آهن، جيڪي گهڻيون وڏائي ٻڌايون وڃن ٿيون. جيڪڏهن سلاجيت غلاظت ڪان آجو ۽ نج هجي تہ ناسي ڪاري لئي جهڙو، چمڪندڙ مٿاڇري سان، هڪ مخصوص بوءِ وارو ۽ ڪڙي سواد سان ٿئي ٿو. پلاسٽڪ جيان ورتاءُ ڪري ٿو، 20 ڊگري سينٽي گريڊ کان گهٽ گرمي پد تي نهرو ۽ گرم ڪرڻ سان نرم ٿي وڃي ٿو. پاڻيءَ ۾ سولائيءَ سان ڳري وڃي ٿو، اگرين ۾ مهتڻ سان نرم ٿي وڃي ٿو ۽ هڪ ڊگهي عرصي تائين رکي سگهجي ٿو.

سائنسدان اجا تائين فيصلو نہ ڪري سگهيا آهن تہ سلاجيت اصل ۾ هڪ حياتياتي (Biological) وکر آهي يا يا معدني جو منجهس ڪيترن قسمن جي وٽامنن ۽ امينو تيزاب جا نشان موجود آهن. ائنٽ آرڪٽيڪا مان حاصل ٿيندڙ سلاجيت ۾ گليسورول جا بنياد موجود آهن ۽ سمجهيو وڃي ٿو تہ ان ۾ بہ طبي خاصيتون موجود آهن.



**سلاد** (Lettuce): سلاد جو انگريزي نالو Lettuce ۽ سائنسي نالو Lacttuca Satira آهي. هي ٻوٽن جي Compositae ڪٽنب سان تعلق رکي ٿو. هن فصل جو اصلي وطن ايران ۽ ترڪي آهن. جتان پوءِ هي فصل دنيا جي ٻين ملڪن ڏانهن پکڙيو. اسان جي ملڪ ۾ سلاد جو استعمال صرف وڏن شهرن تائين محدود پيماني تي ٿئي ٿو. پر غذائي اعتبار کان هي فصل تمام اهم آهي. هن فصل جي پنن کي ڪچو استعمال ڪيو وڃي ٿو. ان ڪري جو هن جي پنن ۾ ڪئلشم ۽ فولاد ڪافي مقدار ۾ ٿئي ٿو. جيڪو ٻين ساين پاڄين ۾ تمام گهٽ ٿئي ٿو. جيئن ته هي ربيع جو فصل آهي، جنهن جي ٻوٽن کي پڻ سرد آبهوا جي ضرورت پوي ٿي. سو هي فصل سيپٽمبر کان نومبر جي مهينن ۾ پوکيو ويندو آهي ۽ اُسرڻ بعد هن جا پن ڊسمبر کان وٺي مارچ تائين پٽبا آهن. هن فصل لاءِ ٻين فصلن وانگر طاقت واري لٺاسي زمين جي ضرورت پوي ٿي. زمين کي ٻهريون هر ڪنر ڏيئي، پتريجي، وٿان جي پاڻ جون 20 کان 25



گاڏيون في ايڪڙ وجهي هڪ ٻوري ياڻ ۽ اڌ ٻوري 'سلفيٽ آف پوٽاش' في ايڪڙ وجهي، ٻن کان اڍائي فوٽن جي مفاصلي تي ڪِريا ناهي، 9 انچن جي وٿيءَ تي ٻج پوکجي. فصل کي ٻهريون پاڻي ٻج پوکڻ کانپوءِ هڪدم ڏيڻ گهرجي. پاڻي ڏيڻ مهل ان ڳالهه تي خاص ڌيان ڪجي ته جيئن پاڻي ڪرين تي ٻج واري سطح تائين نه پهچي. ٻيءَ صورت ۾ ٻج تمام گهٽ ڦٽندو. گرم ڏينهن ۾ فصل کي پاڻي هر هفتي کان پوءِ ڏجي ۽ سرد موسم ۾ پاڻي هر پندرهن ڏينهن کان پوءِ ڏيڻ گهرجي. فصل مان گاهه گند جي ٻوٽن کي ختم ڪرڻ لاءِ هڪ يا ٻه ڀيرا گڏ ڪجي. هن فصل جا پن ڪچا استعمال ڪبا آهن. هن فصل مان في ايڪڙ پيداوار 50 کان 60 مڻ حاصل ٿئي ٿي.

**سلام**: سلام عربي لفظ آهي ۽ ان جو مطلب سلامتي ورتو وڃي ٿو. اسلامي نقط نظر سان هن لفظ سلام جي وڏي اهميت آهي. عربيءَ ۾ سلام ڪرڻ يا نماز جي پڄاڻيءَ تي سلام وراڻڻ کي 'تسليمة' چون ٿا. قرآن مجيد ۾ لفظ سلام 35 ڀيرا آيو آهي. 'امن ۽ سلامتي صبح ساجهر تائين رهي ٿي.' (القدر: 5) 'توهان تي سلام هجي جو اوهان صبر ڪيو. هاڻي آخرت جو گهر اوهان لاءِ بهترين رهڻ جي جاءِ هوندي' (الرعد: 24).

مسلمان هڪ ٻئي سان عام زندگيءَ ۾ ملڻ يا موڪلائڻ وقت سلامتي ۽ دعا طور سلام ڪندا رهندا آهن. ان جو بهترين طريقو هي آهي ته جڏهن هڪڙو شخص ٻئي کي چوي 'اَلسَلامُ عَلَيڪُم' ته اڳيئين کي جواب ۾ چوڻ کپي 'وَعَلَيڪُم السَلام وَرَحمَةَ اللهِ'. پر جيڪڏهن پهريون شخص لفظ وَرَحمَةُ الله به ملائي چوي ته جواب ڏيندڙ شخص وَبَرَڪَاتُہ جو اضافو ڪري. سورة النساء جي آيت: 88 ۾ فرمايو ويو آهي ته 'جيڪڏهن توهان کي سلام ڪيو وڃي ته ان جو جواب بهتر ڪلمي سان ڏيو.'



شريعتِ محمدي صلي الله عليه وسلم جي حساب سان سلام ڪرڻ پاڻ ڪريمن ﷺ جي سنت آهي، پر ان جو جواب ڏيڻ فرض ڪفايہ آهي، جنهن جو مطلب هي آهي ته جيڪڏهن سلام گهڻن ماڻهن جي اجتماع ۾ ڪيو وڃي ۽ انهن مان هڪ ٻن جواب ڏنو ته ٻين سيني تان اهو فرض لهي ويو، پر جيڪڏهن سلام ڪنهن هڪ ماڻهوءَ تي ڪيو ويو ته اُن تي جواب ڏيڻ فرض عين ٿي پوندو. پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته: "ڇا! مان توهان کي اهڙي شيءِ ٻڌايان، جنهن سبب توهان جي هڪ ٻئي سان محبت وڌي؟ ته پوءِ پاڻ ۾ هڪ ٻئي تي سلام عام ڪريو." (تفسير قرطبي). سلام ڪرڻ ۾ اڳرائي ڪرڻ مستحسن آهي، ڇو ته پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وسلم جن جو اهوئي طريقو هو. خطبي، نماز، قرآن ڪريم جي تلاوت، غسل (تڙ) ۽ قضاء حاجت وقت سلام جو جواب ڏيڻ واجب ناهي.

**سلام الله شاهه 'ترڏٽي'**: صوفي سلام الله شاهه عرف 'ترڏٽي'، صوفي شاهه عنايت شهيد جو ننڍو فرزند هو ۽ 1130هه/1718ع ۾ پيدا ٿيو هي سال شاهه عنايت شهيد جي شهادت جو سال آهي. 'انيس المساڪين' جي مصنف لکيو آهي ته سلام الله، والد جي شهادت وقت چاليهن ڏينهن جو هو. جڏهن صوفي شاهه عنايت جي شهادت جو وقت ويجهو آيو ته شاهه صاحب حويليءَ ۾ ويو، جتي سلام الله شاهه پينگهي ۾ ستل هو. شاهه عنايت پنهنجو تاج لاهي، مٿانئس رکيو ۽ صاحبزادي کي هنج ۾ کڻي هدايت ڪيائين ته هن جي ننڍي هوندي شادي ڪرائي ڇڏجو.

صوفي شاهه عنايت جي شهادت کان ڪجهه ڏينهن اڳ سلام الله شاهه کي ناناڻن ۾ گجرات طرف موڪليو ويو، جتي ڪيتروئي وقت رهيو. جڏهن 14- 15 سالن جو ٿيو ته ميرانپور موٽي آيو. سلام الله شاهه ننڍي هوندي شاهاڻي نموني رهندو هو، قيمتي ڪپڙا پائيندو هو ۽ وار وڏا

رکندو هو. پر جوانيءَ جي شروعات ۾ اهي سڀ شوق ڇڏي، ڪفني پائي، فقيرن جي صلاح مشوري سان ٺٽي ۾ شاهه عبداللطيف ٺٽويءَ کان فيض حاصل ڪيائين. شاهه عبداللطيف ٺٽويءَ جي گهڻي اصرار جي باوجود شادي نه ڪيائين. فيض حاصل ڪرڻ کانپوءِ سيئي سانگ ڇڏي سفر تي نڪري پيو.

’انيس المساڪين‘ موجب ”شاهه سلام الله ڪانئس موڪلائي واپس ميرانپور آيو. ڪوٽ جي دروازي تي ويهي، اتر پاسي ڏسي فرمايائين: ’ايڏانهن نه وڃبو.‘ اهڙيءَ ريت اولهه ۽ ڏکڻ پاسي به ڏسي چيائين ’ايڏانهن به نه وڃبو.‘ وري اوڀر پاسي نهاري چيائين ’ايڏانهن هلبو.‘ ان طرح اوڀر جو رُخ ڪيائين. ۽ نه ڪوٽ اندر وڃي مائٽن کان موڪلايائين ۽ نه فقيرن سان ڳالهايائين. سڄي ٿر جو سفر ڪري، جيسلمير ۽ جوڌپور کان ٿيندو، ڏيرا ٽر (ضلعي خيرپور) جي هڪ پٽ (هاٿوڪي تجل شريف کان اٺ ميل اوڀر طرف) ديرو ڄمايائين ۽ اتي 11 ورهيه رهيو.

پير حسام الدين راشدي لکيو آهي ته: ”شاهه سلام الله سالن جا سال صحرا نوردي ڪندو رهيو. رياضت ۾ سخت اذيتون برداشت ڪندو رهيو ۽ ڪيترو وقت بيخودي ۽ محويت جي انتهائي عالم ۾ غرق هو. ڪن سالن پڄاڻان انهيءَ حالت مان ٻاهر نڪتو. مشهوريءَ کان بلڪل لڪندو وتندو هو.“

هو وڏو عرصو گوشه نشين رهيو ۽ پوءِ وري سير سفر ڪندو رهيو. صوفي سلام الله جڏهن هاٿوڪي پٽ (تجل) اچي وسائي ۽ سندس مريدن فقيرن ۾ واڌ آئي ۽ مشهوري وڌي، تڏهن نور محمد ڪلهوڙي کي ڪٿڪو ٿيو ته هي درويش سندس حڪومت لاءِ ڪو مسئلو نه پيدا ڪري وجهي. ’انيس المساڪين‘ ۾ لکيل آهي ته: ”اها خبر جڏهن نور محمد ڪلهوڙي کي پهتي ته صوفي سلام الله ساڳيءَ طرح [يعني شاهه عنايت شهيد واري روايت موجب] زور وٺي ويو آهي، سو وري هلاڪت ۾ ايندا سين. هن جو اصل کان ئي حسد فقير صاحبن سان هو. تنهن ڪيس مارائڻ لاءِ تجويز رٿي، باقي ظاهر ۾ ڪجهه به نه پئي ڪري سگهيو. جو (مغل بادشاهه) محمد شاهه صوفي صاحبن کي پروانا ڪري ڏنا هئا، تنهنڪري مخفي رٿ رٿيائين ۽ هڪ ماڻهوءَ کي ٽي دهليون زهر قاتل جون ڏنائين. جن مان هڪ ڪاڌي ۾ ڏيڻي هئي، ٻي دهلي سمهڻ واريءَ جاءِ تي لائڻ لاءِ هئي ته جيئن هو سمهي ته هڪدم مري وڃي ۽ ٽين دهلي ميٽ ۾ وجهي ڏيڻ لاءِ هئي ته جيئن وهنجڻ وقت ان جي اثر سبب مري وڃي. هن ماڻهوءَ کي سمجهائي ڇڏيو هو ته ڪم پوري ڪرڻ کانسواءِ هرگز نه اچجان. اهو شخص آيو ۽ اچي صاحبن کي پيرين پيو. فقير صاحب جن ڪيس چيو ته، ابا! جيڪا تو کي امانت ملي آهي، سا ته اسان کي ڏي.‘ هن شخص کي دهشت وٺي وئي، سو هڪدم ٽيئي دهليون ڪڍي ڪٽي اڳيان رکيائين. پاڻ هڪڙي دهلي، جيڪا کائڻ جي هئي، ان جي ڦڪي پريائون ۽ جيڪا لائڻ واري هئي، اها سڄي بدن کي مليائون ۽ ٽين جيڪا ميٽ ۾ وجهڻ واري هئي، سا سموري مٽي ۾ وجهي چادر پائي سمهي پيا. اٺن پهرن بعد اٿي ويٺا. اهڙي حالت ڏسڻ سان اهو ماڻهو ڏاڍو شرمسار ٿيو. موٽي وڃي ساري ڪيفيت وقت جي حاڪم جي اڳيان بيان ڪيائين. هن واقعي مان معلوم ٿئي ٿو ته نور محمد ڪلهوڙي شاهه سلام الله کي زهر ڏيڻ جي سازش ڪئي، جيڪا ڪنهن نموني سان صوفي سلام الله محسوس ڪري ناڪام بڻائي ڇڏي.“

صوفي سلام الله 25 ذوالحج 1183هه/1766ع ۾ وفات ڪئي. ڪيس تجل ۾ دفن ڪيو ويو. پر ٿوريءَ دير کانپوءِ سندس عزيز آيا، جيڪي سندس مڙهه کڻائي کڻي ويا. جتي ڪيس تجل ۾ رکيو هئائون اتي هڪ ٿلهو جوڙي ڇڏيائون. غلام مهدي لکي ٿو ته، ”تڏهن ته چوندا آهن ته: هن بادشاهه جا هڏ جهوڪ ۾ ۽ سڌ تجل شريف ۾ آهن.“ جڏهن مير سهراب خان ٽالپر خيرپور جو حاڪم ٿيو ته هن صوفي سلام الله جي ٿلهي (تجل) تي مقبرو جوڙايو. جتي سندس فقيري ڏاڳا وغيره رکيل آهن. ان تجر کي ’تجل شريف‘ جو نالو ڏنو ويو هتي هر سال 25 کان 27 ذوالحج تائين ميلو لڳندو آهي. جتي هند، سنڌ سميت ملڪ جي ٻين علائقن جا عقيدتمند اچن ٿا.

صوفي سلام الله ’ترڏٽي‘ شاعر به هو ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو ننڍو معاصر هو. سندس شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ سان ملاقات هئي ۽ ان ملاقات جي حوالي سان سندس ڪجهه بيت ملن ٿا، جن مان معلوم ٿئي ٿو ته مٿس شاهه لطيف جو اثر هو. سلام الله شاهه ڪافي شاعري ڪئي هئي، پر سندس پنج بيت ملن ٿا، جن مان چار بيت شاهه لطيف ۽ سلام الله شاهه جي سوالن- جوابن تي مشتمل آهن. مثال طور هڪ هڪ بيت ڏجي ٿو:

**شاهه لطيف:** ڪتي ڪنب ڪٽي ويا، جن ڪئو لڌاٿو لال،
پر ٽنين جي حال، ويٺي ڳوڙها ڳاڙيئين.

---

**سلام الله شاهه:** ڪڪوري ڪاڪ وهي، جي سوڍا ٿي ڪاهين،
نيٺ مقابل ٿين، تا مارو ميرا ڪپڙا.

**سلامت حسين، استاد** (بانسري نواز): ناميارو بانسري نواز. سلامت حسين، 1935ع ڌاري ڀارت جي رامپور رياست ۾ پيدا ٿيو. سندس والد فوجي عملدار هو، جنهن جو راڳ ۽ ساز سان ڪو واسطو نه هو. سلامت حسين جو ننڍپڻ کان وٺي موسيقيءَ ڏانهن لاڙو هو. هن بانسري وڄائڻ جي سکيا مشهور ڪلارنيٽ نواز استاد گجن خان کان حاصل ڪئي. ان عرصي ۾ ورهاڱي جي ڪري، سلامت حسين جا وڏا ڪراچيءَ لڏي آيا ۽ اهڙيءَ ريت هن وڌيڪ سکيا ڪراچيءَ ۾ استاد حامد علي خان سارنگي نواز کان ورتي. سلامت حسين موسيقيءَ جا ڪجهه سبق ڪرانا گهراڻي جي بزرگ استاد شڪور خان کان به ورتا. هن ننڍي کنڊ جي عظيم



بانسري نواز پنا لال گهوش کي پنهنجو روحاني استاد ڪري تسليم ڪيو.

استاد سلامت حسين پنهنجي فني سفر جي شروعات، 1952ع ۾ ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ کان ڪئي. کيس شروع ۾ استاد امراؤ بندو خان سارنگي نواز ريڊيو تي متعارف ڪرايو. جنهن ڪانپوءِ هن ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي به پرفارم ڪيو. اهڙيءَ ريت سلامت حسين جي بانسريءَ جي هاڪ سڄي ملڪ ۾ پکڙجي وئي ۽ کيس پاڪستان جي هر ريڊيو توڙي ٽي. وي اسٽيشن تي دعوت ڏئي گهرايو ويندو هو. استاد سلامت حسين 1960ع کان وٺي پاڪستان فلم انڊسٽريءَ ۾ به ڪم ڪيو. خواجه خورشيد انور جي موسيقيءَ ۾ رليز ٿيل جڳ مشهور فلم 'هير رانجها' ۾ نورجهان جي سمورن سپرهٽ گانن ۾ استاد سلامت حسين بانسري وڄائي آهي. سنڌس فني خدمتن عيوض حڪومت پاڪستان کيس 'صدارتي اوارڊ براءِ حسن ڪارڪردگي' ڏنو. کيس ٻيا به ڪيترا اوارڊ ۽ اعزاز ملي چڪا آهن. استاد سلامت حسين، هن وقت پاڪستان نيشنل ڪائونسل آف آرٽس جي ڪراچيءَ واري شاخ ۾، موسيقار جون ذميواريون نڀائي رهيو آهي.

**سلامت علي خان، استاد**: مشهور ڪلاسيڪل راڳي، استاد سلامت علي خان ولد استاد ولايت علي خان جو واسطو ننڍي کنڊ جي مشهور موسيقار گهراڻي 'شام چوراسيءَ' سان رهيو. هن جو جنم، 12 ڊسمبر 1934ع تي گڏيل پنجاب جي ضلعي هوشيارپور جي هڪ ڳوٺ 'شام چوراسيءَ' ۾ ٿيو. شام چوراسي گهراڻي جي ٻڌائڻ جو انگ اڪبر بادشاهه جي درٻاري ڪلاڪارن چاند خان ۽ سورج خان سان منسوب سمجهيو ويندو آهي.



استاد سلامت علي خان کي چار ڀائر: استاد نزاڪت علي خان، استاد تصدق حسين، استاد اختر علي ۽ استاد ذاڪر علي خان هئا، جن مان استاد نزاڪت علي خان ۽ استاد سلامت علي خان گڏجي، جوڙيءَ جي شڪل ۾ ڳائيندا هئا. هنن ٻنهي ڀائرن پنهنجي والد استاد ولايت علي خان کان موسيقيءَ جي سکيا ورتي.

استاد سلامت علي خان خيال جي گائيڪيءَ جا گُر خاندان جي هڪ بزرگ استاد ميان ڪريم بخش 'مجذوب' کان به سکيا. هن ڀاءُ سان گڏجي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو 1940ع ڌاري هڪ عوامي ميڙ، ماربلب جي ميلي ۾ فن جو مظاهرو ڪيو. ان محفل ۾ استاد بڙي غلام علي خان، استاد جمال خان، استاد مبارڪ علي خان، استاد توڪل حسين، پنڊت اوم ڪرناٿ ٺاڪر، پنڊت ڪرشنا رائو شنڪر، استاد عبدالعزيز خان ۽ ٻيا گويا موجود هئا، سيني ٻنهي ڀائرن کي دل سان ساراهيو ۽ کين دعائون ڏنيون.

استاد سلامت علي خان جو پهريون ريڊيو پروگرام 1942ع ڌاري 'ريڊيو لاهور' تان نشر ٿيو. جنهن ڪانپوءِ 1944ع ۾ بهار صوبي جي چمپانگر جي راجا هڪ محفل ۾ کيس دعوت ڏئي گهرايو. سنڌس راڳداريءَ، کيس راجا جي ويجهو آڻي ڇڏيو ۽ راجا کيس، ڀاءُ ۽ پيءُ سميت پاڻ وٽ ٻه مهينا مهمان جي حيثيت ۾ رهائي ڇڏيو. ان دوران 'آل انڊيا ميوزڪ ڪانفرنس' جي منتظمين، راجا کي خط لکي سنڌس رياست جي گوين کي ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ استدعا ڪئي. موٽ ۾ راجا پنهنجي رياست جي گوين بدران استاد سلامت علي خان ۽ استاد نزاڪت علي خان کي ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ الهه آباد روانو ڪيو. ٻنهي ڀائرن گورکپور ۾ ڪانفرنس دوران فن جو مظاهرو ڪيو، اُتي سنڌن والد سخت بيمار ٿي پيو ۽ وطن واپس ورڻ جي خواهش ظاهر ڪيائين. وطن واپس ورڻ وقت سفر دوران ٽرين ۾ ئي استاد ولايت علي خان پنهنجن پٽن کي وصيت ڪئي ته "ڪڏهن به رياض ترڪ نه ڪجو، وڏن جي عزت ڪجو، خدا کي هر وقت ياد ڪجو. آءٌ ڀايان ٿو ته منهنجي موت جي منزل ويجهو اچي چڪي آهي." ان وقت رات جو وڳڙو هو، سفر دوران ئي سنڌن والد جو رامپور ويجهو زندگيءَ جو سفر پورو ٿيو. ٻنهي ڀائرن سفر مختصر ڪري، مراد آباد ۾ پنهنجي پيءُ کي مٽيءَ ماءُ حوالي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

سلامت علي خان جو خاندان ورهاڱي وقت لاهور ۾ اچي آباد ٿيو. هي ٻئي ڀائر ريڊيو پاڪستان لاهور تي آيا، پر انچارج بي قدريءَ جو مظاهرو ڪندي کين واپس ڪري ڇڏيو. اُن رويي سبب ٻئي ڀائر بيحد دل شڪسته ٿيا ۽ لاهور ڇڏي پيرن فقيرن جي نگري ملتان ۾ اچي ديرو ڄمايائون. اڳتي هلي نيٺ هڪ ڏينهن ريڊيو پاڪستان لاهور پاران کين دعوت ڏئي گهرايو ويو. جنهن ڪانپوءِ سنڌن ميڊيا جو سفر مسلسل جاري رهيو.

1954ع کان استاد سلامت علي خان کي هندستان جي مختلف شهرن ۾ منعقد ٿيندڙ 'آل انڊيا ميوزڪل ڪانفرنسن' جي سلسلي ۾ ڪلڪتي، بنارس، ناگپور، الهه آباد ۽ ٻين شهرن ۾ دعوت ڏئي گهرايو ويندو هو. ان دوُر ۾ هڪ ڀيري بمبئيءَ ۾ 21 ڏينهن جي ميوزڪ ڪانفرنس هلندڙ هئي، ڪانفرنس جي آخري ڏينهن تي استاد سلامت علي خان ۽ استاد نزاڪت علي خان کي ٻڌڻ لاءِ لتا منگيشڪر، محمد رفيع، مڪيش، هيمنت ڪمار، مدن موهن، شنڪر جئه ڪشن، وسنت ڊيسائي، سڄاد حسين ۽ ٻين وڏن ڪلاڪارن ۽ موسيقارن خاص طور تي شرڪت ڪئي، جنهن ڪانپوءِ لتا منگيشڪر ۽ راجڪپور خصوصي طور پنهنجي رهائش گاهن تي ٻنهي ڀائرن جون الڳ الڳ محفلون ڪرايون.

استاد سلامت علي خان کي 22 سالن جي عمر ۾، 1956ع ۾ آل انڊيا ميوزڪ ڪانفرنس ڪلڪتي ۾ 'استاد' جو لقب مليو.

1961ع ۾ استاد سلامت علي خان کي حڪومت پاڪستان صدارتي اوارڊ براءِ حسن ڪارڪردگي ڏنو. کيس افغانستان جو سرڪاري اوارڊ 'تمغه هنر' پڻ ملي چڪو آهي. حڪومت پاڪستان ويجهي ماضيءَ ۾ 'ستاره امتياز' پڻ ڏنو آهي. 1983ع ۾ استاد نزاڪت علي خان جي وفات کان پوءِ استاد سلامت علي خان اڪيلو ٿي پيو. لنڊن ۾ هڪ محفل ۾ ڳائڻ دوران مٿس فالج جو حملو ٿيو.

علاج ڪرائڻ ڪانپوءِ سندس صحت ۾ جڏهن سڌارو آيو ته هن پاڻ استاد نزاڪت علي خان جي ڪوٽ پوري ڪرڻ لاءِ پنهنجي پٽ شرافت علي خان کي پاڻ سان گڏ ڳائڻ شروع ڪيو.

استاد سلامت علي خان ڪلاسيڪل موسيقيءَ جي هر صنف: خيال، دُرپد، ٺمري، دادري ۽ ڪافيءَ تي پوري مهارت سان ڳائيندو هو.

هن 11 جولاءِ 2001ع تي وفات ڪئي. سندس لائق فرزند شرافت علي خان ۽ شفقت علي خان هن وقت ڪلاسيڪل موسيقيءَ جا معتبر راڳي مڃيا وڃن ٿا.

**سلامي ملا:** 'تحفة الڪرام' ۾ ميرعلي شير قانع ٺٽوي ڄاڻائي ٿو ته:

"ملا سلامي، ترخان حاڪمن جي دور ۾ معروف خوش طبع شاعر هو. هن جا عجيب ۽ ڪل جهڙا واقعا اڄ به ماڻهن کي ياد آهن. ملا سلامي جڏهن خوش طبعيءَ جهڙيون ڳالهيون شروع ڪندو هو، تڏهن هي بنا ڪنهن خوف جي وقت جي حاڪمن، اميرن ۽ وزيرن کي به بخش نه ڪندو هو. هڪ دفعي دربار ۾ هڪ وزير ملا سلاميءَ تي طنز ڪيو. جنهن تي ملا سلاميءَ هڪدم ان وزير کي اهڙو ٺاهوڪو جواب ڏنو، جو سڄي دربار ۾ ڪل شروع ٿي وئي ۽ اهو وزير گهڻو پشيمان ٿيو. ملا سلامي خوش طبعي ڪانسواءِ هڪ بهترين مقرر پڻ هو. انهيءَ ڪري هو ترخان حاڪمن جي گهڻو ويجهو هو."

**سلاوٽ:** هي اصل لفظ سلاٽ آهي، جيڪو 'سلايا' مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'پٿر'. پٿرجي اڪرجو ڪم ڪندڙن کي سنڌ ۾ سلاوٽ سڏيو وڃي ٿو. ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا (ليکڪ: خير محمد ٻرڙي) جي لکڻ موجب سلاوٽ، اصل ماڙوار ۽ جيسلميرجا هندو آهن، جيڪي سنڌ ۾ لڏي اچي مسلمان ٿيا آهن. گهڻو ڪري اُڪرين ٺاهڻ، ڪوندين ٺاهڻ ۽ سنگتراشيءَ جو ڪم ڪندا آهن. ايس. ايم چنا جي لکڻ موجب هي گجرات ضلعي ۽ رياست جا رهاڪو آهن. هنن جا ٽي پاڙا آهن: (1) سومپارا سلاوٽ، (2) ڪنير ۽ (3) تلا بڙا ڪولي. اهي ٽيئي پاڙا هڪ ٻئي سان نه ڪائين شاديون مراديون ڪن. سومپارا تر گجرات، ڪنياوار ۽ ڪڇ جا رهاڪو آهن. ڪنير سلاوٽ ڪنياڪو ڪم ڪندا آهن ۽ ڪڇ جا رهاڪو آهن. جڏهن تلا بڙا ڪولي پٿرتي اڪر جو ڪم ڪندا آهن. توڙي جو اهي ٽئي ذاتيون هڪ ٻئي سان سڱابندي ڪو نه ڪن پوءِ به سماجي رهڻي ڪهڻي ساڳي اٿن. ڪن لکتن موجب هي برهمڻ هندو آهن.

سنڌ ۾ سلاوٽ سمن جي دور ۾ آيل ٿا ڏسجن. جو سمن ڄامن جي مقبرن تي پٿر تي اڪرجو ڪم سندن ئي ٿيل آهي. ٻيا به ڪيترائي يادگار آهن جيڪي سندن ڪم جي ساک پرين ٿا. هن وقت حيدرآباد جي سلاوٽ پاڙي ۾ اڪثريت سان آباد آهن.

**سلائي مشين** (Sewing Machine): ڪپڙي يا چمڙي جي ٽڪرن کي ڌاڳي وغيره جي ٽانڪن ذريعي جوڙڻ لاءِ ڊزائين ڪيل مشين. سلائي مشين پراڻين ايجادن مان هڪ آهي. پهرين سلائي مشين جا پيٽنٽ برطانيه ۾ جرمن چارلس Weisenthal کي 1755ع ۾ جاري ڪيا ويا، پر قديمي آثارن جي ماهرن جو چوڻ آهي ته ماڻهو 20 هزار سالن کان هٿ سان سلائي ڪري رهيا آهن. پهريان سيون جانورن جي هڏن مان ٺاهيون وينديون هيون، پوءِ چوڏهين صديءَ ۾ لوهه جون سيون استعمال ڪيون ويون.

سلائيءَ جي ميدان ۾ وڌو ڪم 1804ع ۾ ٿيو جڏهن فرانسيسي حڪومت ٿامس سٽون کي سلائي مشين لاءِ پيٽنٽ جاري ڪيا. ڪجهه



عرصي کان پوءِ هي ايجاد نظرانداز ڪئي وئي. 1818ع ۾ جان ڊوج ۽ جان نولو پهرين آمريڪي سلائي مشين ايجاد ڪئي. ڪجهه عرصي کان پوءِ 1830ع ۾ هڪ فرانسيسي درزي پهرين ڪم جهڙي مشين ٺاهي.

1834ع ۾ آمريڪي موجد والٽر ٻنٽ کي به ان صورتحال سان منهن ڏيڻو پيو. هن جي مشين سڌي سلائي ڪرڻ واري ۽ پروسي جوڳي هئي. 1846ع ۾ ايلياس هووي سلائي مشين ايجاد ڪئي، هي مشين سني هجڻ باوجود عملي حيثيت اختيار نه ڪري سگهي. ڪجهه ماڻهن جي ايجاد ڪيل طريقي کي اختيار ڪيو ۽ بهتر بڻايو. ان طريقي جي بنياد تي آئزڪ سنگر ۽ ايلن ولسن ڦرندڙ بڪ شٽل ٺاهيو. سنگر جي ايجاد ڪيل طريقي پهريون ڀيرو سلائي مشين کي واپاري لحاظ کان ڪامياب بڻايو. هووي سنگر خلاف ڪيس داخل ڪيو ۽ موقف اختيار ڪيو ته سنگرجي مشين ۾ به هن جي ايجاد ڪيل لاڪ اسٽچ وارو طريقو استعمال ڪيو ويو آهي، 1854ع ۾ هووي سنگر خلاف ڪيس ڪٽي ته



ورتو پر سلائي مشينن جي وسيع پيماني تي تياري شروع ٿيڻ ۾ ڪافي عرصو لڳو. ٻهريان سلائي مشينون ڪپڙن جي فيڪٽرين ۾




استعمال ٿيون. 1889ع ۾ گهريلو استعمال لاءِ مشين ناهي وئي. 1905ع ۾ بجلي تي هلندڙ سلائي مشين وسيع پيماني تي استعمال ٿيڻ لڳي. 1854ع کان 1867ع تائين جي وچ واري عرصي ۾ هووي پنهنجي ايجاد مان 20 لک ڊالر ڪمايا. آمريڪي سول جنگ دوران هن يونين آرمي جي انفنٽري ريجمينٽ کي هٿيارن لاءِ وڏي رقم ڏني. اڄ سلائي مشين ترقي ڪري مختلف صورتن ۾ اسان وٽ موجود آهي. پاڪستان ۾ سنگر، برادر، سليقه، جوڪي ۽ ٻين ڪمپنين جون سلائي مشينون استعمال ٿين ٿيون

**سلر** (ديهه): تعلقي شهداد ڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

وڏا سلر، قيصر خان بروهي، شير محمد بروهي، علي حسن بروهي، صوبت خان بروهي، فضل محمد بروهي، ڪور ڏاتو سلرا، حاجي غلام نبي مگسي، رسول بخش بروهي، بختيار بروهي ۽ ڪور ڏاتو فارم.

**سلسبيل**: سلسبيل، جنت جي 'چشمي' جو نالو آهي، جنهن جو ذڪر قرآن شريف ۾ رڳو هڪ هنڌ آيو آهي، جنهن موجب ارشاد رباني آهي ته: "انهن کي اتي اهڙي شراب جا جام پيئاريا ويندا، جن ۾ سُنڍ مليل هوندي. هي جنت جو هڪ چشمو آهي، جنهن کي سلسبيل چيو ويندو" (الدهر: 17-18). سلسبيل، جنت جي چشمي ۾ سُنڍ جي خوشبوءِ آهي، جنهن مان مراد اهڙو پاڻي آهي، جيڪو مٺو، هلڪو ۽ مزيدار ۽ پيئڻ ۾ آسان آهي. رسول پاڪ صلي الله عليه وسلم جي هڪ حديث مسلم ۾ روايت آهي ته: "بهشت جي هن چشمي سلسبيل مان مؤمن خوشحال ٿيندا." امام راغب جي قول مطابق سلسبيل هراُن چشمي کي چئجي ٿو جيڪو تيزيءَ سان وهندو هجي. هن لفظ بابت صَرف ۽ نحو جي ماهرن وٽ اختلاف آهن.

**سلسلة التاريخ** (ڪتاب): 'سلسلة التاريخ' هڪ ننڍو عربي ڪتاب آهي، جنهن ۾ ڪن عرب، سياحن ۽ جاگرافيدانن جا گڏ ڪيل بيان آهن، جن ۾ ننڍي ڪنڊ واري باب ۾ سنڌ جو احوال به موجود آهن. هن ڪتاب جا ليکڪ، سنڌ جا بندر ڏسي ۽ گهمي ويا هئا، جنهنڪري سندن لکيئون اکين ڏٺو احوال آهن، جن مان ان وقت جي حالتن جي خبر پوي ٿي. انهن سياحن ۾ تاجرن مان سنڌ تي سيراف جي ابو زيد ۽ سليمان تاجر جو اهم احوال آهي ۽ ٻئي ڄڻا همعصر حيثيت رکن ٿا. ڪتاب ۾ سنڌ بابت چڱي خاصي معلومات آهي. هي ڪتاب دارالطبعة السلطانيه، پيرس (فرانس) مان 1811ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿي چڪو آهي.

**سلسله ڪتب انجمن تصنيف و تاليف**: هيءَ انجمن ربيع الاول 1345هه ۾ مولانا عبدالڪريم چشتي، شڪارپور واري قائم ڪئي هئي. هن انجمن مولانا چشتيءَ جا ديني ڪتاب ۽ بزرگن جون سوانح عمريون شايع ڪيون. 'امير معاويه'، 'سيد المرسلين' ۽ 'خلفاءِ راشدين' ۽ ٻيا ڪتاب هن انجمن پاران شايع ٿي چڪا هئا.

**سلطان ابراهيم جو مقبرو**: سلطان ابراهيم اول بن مرزا عيسيٰ اول. هن جي قبر گنبذ دار مقبري ۾ آهي. 16 ربيع الاول 966 هجريءَ ۾ وفات ڪيائين. هي مقبرو خليل خان مهردار جي نالي سان منسوب هو. جيڪو ميرزا باقي جو امير هو. چيو وڃي ٿو ته هن وصيت ڪئي هئي ته ڪيس ان



مقبري ۾ دفن نه ڪيو وڃي. ڇوته مقبري ٺهندي متان ڪنهن مزدور تي ظلم ٿيو هجي. ان لاءِ ڪيس ٻاهر دفن ڪيو وڃي. مقبرو هڪ وڏي احاطي جي وچ تي اڏيل آهي: جيڪو اڻڪندو آهي. ترخانن جا سمورا مقبرا ٽن نمونن جا آهن. هڪڙا ڪليل ميدان ۾ مثلا عيسيٰ خان ترخان (اول)، باقي ترخان، محمد صالح ۽ سيلمان جا، جن جي چوڌاري عالم پناهه ڏنل آهي ۽ اندر تلهي تي قبرون آهن. ٻيو نمونو آهي جوڪندي يا ڪليل ڇٽي اندر قبرون جهڙوڪ ميرزا بديع الزمان جو. ٽيون نمونو آهي عيسيٰ ثاني ميرزا جاني ۽ ميرزا جان بابا جا مقبرا، جن جو گنبذ مڪاني طرز جو آهي. هي ٻهرئين نموني وارن طرز جو آهي حاطي جي ماپ 137.7/2x87.10/2 فوٽ آهي. اوير ۾ لنگهه ونگن سان، حاطي واري پٽ ڪري چڪي آهي، جيڪا سرن جي ٺهيل هئي، پران جا بنياد پٿر جا هئا. اوير واري لنگهه جا نشان بيٺا آهن.

اولهه ۾ حاطي اندر مسجد آهي، جنهن جي ماپ 33.8.5x12.2 فوٽ آهي.

مقبرو، پڪ سرواٽ ڪنڊن، جنهن جا بنياد پٿر تي رکيل آهن. وچ حاطي اندر آهي جيڪو 23 فوٽ ماپ جو هڪ چورس آهي. اصل ۾ مقبرو چوڪور رٿيل آهي، پر ڇرڪس جي مقبري وانگر ڪمرا ۽ ڏاڪڻيون رٿيل ڪونه اٿس. ڪنڊ وٽ پلوڙن سبب اٺڪنڊو ڏيک ڏئي ٿو ھيءَ اٺڪنڊي عمارت اڳين اٺڪنڊي عمارتن، جن ۾ اڳيان ورانڊا اڏيل هئا، انهن کان مختلف آهي. مٿي مخروطي گنبذ ٺهيل اٿس، جنهن مٿان ڪنول جو گل تاج طور ٺهيل هو، سو ڍهي پيو اٿس. مهاڙي سڄي نيري ڪاشيءَ سان سينگاريل آهي. ستن ٿي پاسن ڪان اندران ونگاوان محراب ٺهيل آهن. ائين پاسي اتر- اولهه ڪنڊ تي ڏاڪڻ ٺاهي وئي آهي، جيڪا مٿي ڇت ڏانهن وڃي ٿي. هن وقت مقبري کي صرف هڪ دروازو آهي، جيڪو اوڀر طرف پٿرائين چوڪٺي (France) ۾ لڳل آهي، ٻئي پاسي پٿرجون جاريون لڳل آهن. در جي سطح ڪان مٿي ونگايون دريون آهن. در ۽ درين جي وچ تي چوڪور سرون لڳل آهن جن تي قرآني آيتون نيري تي اڇي رنگ جي لڪت ۾ لکيل آهن. حجري جو اندريون چوڪور حصو 21x21 فوٽ ماپ جو آهي، ان ۾ ڪنڊن تي لڳل پيمن جي ڦڏين ڪري ٻه اڏاوت جو ٻول اٺڪنڊو ٻيلو آهي. گنبذ جو نمونو مخروطي آهي نه ڪي گول- جيڪو اندران ڪاشيءَ جي نيرين سرن سان سجايل آهي. هي گنبذ ٺٽي جي عمارت سازيءَ جي سڃاڻپ آهي. هتي ٻئي گنبذ جو نمونو ڪو نه ٿو ملي، اهو گول نموني جو گنبذ رڳو مغلي عمارت گريءَ جو نمونو آهي جيڪو سنڌ ۾ ڏسڻ ۾ گهٽ ٿو اچي. مسجد جيڪا حاطي اندر آهي، ان جي مصلي جو ڪتبو هن ريت هو:

**بسم الله.. سبح اسم ربک الاعلیٰ... صحف ابراهيم و موسیٰ**

(سوره اعلیٰ آيت 1 کان 19)

مقبري جي ديوارن تي ٻاهر پهلو وارن محرابن مٿان، ڇئن گوشن تي هي ڪتبو اڪريل آهي:

**اقم الصلواة لدلوک الشمس... هو احدي سبيلا. صدق الله جل جلاله**

(سوره الاسراء آيت 17)

گنبذ جي اندران چوڏاري ڪناري تي هي ڪتبو لکيل هو:

**بسم الله.. سبح اسم ربک... صحف ابراهيم و موسیٰ**

(سوره اعلیٰ آيت 1 کان 19)

گنبذ جي ٻاهران چوڏاري هيٺين ڪناري تي نيري ڪاشيءَ تي اڇي رنگ سان هي ڪتبو لکيل هو جنهن جا ڪٿي نشان ملن ٿا:

**بسم الله.. ڪهيٰعص ... يرجعون**

(سوره مريم آيت 1 کان 40)

هيٺيون ڪتبو ديوارن جي ڇئن محرابن تي ٽن حصن ۾ هو. جيڪو هن وقت مٽجي چڪو آهي. فقط اتر ۽ ڏکڻ کان ڪجهه حصا موجود آهن:

**وسيق الذي .... فادخلوها خالدين.** (سوره زمر آيت 73)

**مشقه العبد الفقير المحتاج الي الله الباري. احمد الانصاري**

سلطان ابراهيم لاءِ تاريخون خاموش آهن ته هن جو تاريخ ۾ ڪهڙو ڪردار رهيو.

**سلطان ابراهيم شاهه:** ضلعي شڪارپور جي اوليائن ۽ صوفي بزرگن ۾ حضرت سلطان ابراهيم شاهه جو نالو به سرفهرست آهي. هي بزرگ پنهنجي دور جو صاحب ڪرامت ولي سڏيو وڃي ٿو. تاريخ جي مطالعي مان خبر پوي ٿي ته شڪارپور شهر جو بنياد به هن بزرگ جي دعا سان پيو. لکيءَ جا مهر سندس مريد هئا ۽ داؤدپوٽا به سندس وڏو احترام ڪندا هئا. جڏهن مهرن ۽ داؤدپوٽن ۾ ڇڪتاڻ پيدا ٿي هئي ته



پير صاحب داؤدپوٽن جي چوڻ تي صلح ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر مهرن انڪار ڪيو. ٻنهي ڌرين ۾ لڙائي لڳي، جنهن ۾ داؤدپوٽا سوڀارا ٿيا. مهرن جي شڪست ڪانپوءِ هن بزرگ هڪ جڳهه تي ويهي چيو: "هتي هڪ شهر آباد ٿيڻ کپي، جنهن کي 'شڪارپور' جي نالي سان سڏجي." اهڙيءَ ريت پير سلطان ابراهيم شاهه جي دعا سان شهر شڪارپور جو بنياد رکيو ويو.

ڪئپٽن گولڊن سمٿ هڪ هنڌ مير عبدالاحد علوي، (مختيارڪار)، جي هڪ قلمي نسخي جو حوالو ڏيندي لکيو آهي ته: "مهرن جي شڪست ڪانپوءِ پير سلطان ابراهيم شاهه وفات ڪئي. سندس هڪ مريد خواب ۾ ڏٺو ته پير صاحب هڪ کوهه مان رسي ۽ ڏول ڪان سواءِ پاڻي ڪڍي پيو. پوءِ مريد کي اشارو ڪندي چيائين ته مان ۽ منهنجو دوست حضرت خضرؑ هن جاءِ تي هڪ شهر شڪارپور نالي سان آباد ڪرڻ گهرون ٿا، جيڪو اڳتي هلي هڪ وڏو شهر بڻجي ويندو. داؤدپوٽن ان خواب کي عملي جامو پهرايو.

سلطان ابراهيم شاهه جي مزار پيرزادا ڳوٺ ۾، لکي- وزيرآباد روڊ تي واقع آهي. مقبري ۾ اندر سندس ٻن فرزندن فقير محمد سائين، نصير محمد سائين ۽ ٻن پوٽن عبدالڪريم ۽ عبدالنبيءَ جون مزارون پڻ آهن.

**سلطان ابڙو** (ديهه): سلطان پور، تعلقي ۽ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن.

دائيءَ جي وانڊ، ڳوٺ صاحب خان جوڻيجو، ڳوٺ ڪريم بخش چانڊيو، ڳوٺ اڪبر علي مگسي، ڳوٺ غلام حيدر ملڪاڻي، ڳوٺ علي گوهر ملڪاڻي، ڳوٺ خورشيد احمد جوڻيجو، ڳوٺ دستي، شرن جا گهر ۽ ڳڙهي بقا.

**سلطان احمد 'سلطان'**: نامور عالم، حڪيم ۽ شاعر مولانا سلطان احمد ولد سالار خان جتوئي، 1912ع ڌاري ڏکڻ شهر لڳ شاهه جي ڳوٺ، ضلعي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. سندس وڏا اصل سکر ضلعي جي سانگي اسٽيشن ڳوٺ ڪان لڏي اچي 'شاهه جي ڳوٺ' ۾ رهيا. جتان پوءِ لڏي رتيديري ۾ رهائش اختيار ڪيائين.

سلطان احمد ديني تعليم جندي ديري جي مدرسي ۾ مولوي محمد مبارڪ وٽان حاصل ڪئي، ان بعد ڳوٺ پلي ڏني آباد ۾ پنهنجي ناني مولوي خادم حسين جتوئيءَ وٽ پڙهيو. ان بعد ڪجهه وقت مولوي غلام رسول عباسيءَ وٽ ۽ شهر پاٽ ۾ به پڙهيو. مولانا سلطان احمد، مولانا عبدالحق رباني نصرپور واري وٽان فارغ التحصيل ٿيڻ ڪانپوءِ رتيديري ۾ مدرسو کولي درس ۽ تدريس جو ڪم شروع ڪيو. ڪجهه وقت لاءِ لاڙڪاڻي شهر ۾ سرهيا پڙر واري مدرسي ۾ خطيب ۽ مدرس به ٿي رهيو. ڪيس مطالعي ۽ شعر و شاعريءَ جو بيحد شوق هو. سندس مطالعي هيٺ اڪثر ديني ڪتاب رهندا هئا. وٽس وڏو ڪتبخانو هو، جنهن ۾ ناياب عربي ۽ فارسي ڪتاب هوندا هئا. هو اعليٰ درجي جو حڪيم، خطيب ۽ عالم هو. سندس هڪ مولودن جو ڪتاب 'سلطاني مولود' مولوي محمد عظيم اينڊ سنز شڪارپور ڇپرايو هو.

مولوي سلطان احمد 1975ع ڌاري وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه رتيديري ۾ سندس ئي تعمير ڪرايل سلطانيه مسجد ۾ آهي، جتي سندس وڏو پٽ عبيدالله جتوئي پيءُ جي لائبرري سنڀالي رهيو آهي.

**سلطان باهو**: حضرت سلطان باهو، پنجاب جو مقبول ترين صوفي، عالم، عارف ۽ وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. سندن والد جو نالو سلطان بازيد محمد هو. حضرت باهو، سن 1039هه مطابق 1629ع ۾، شورڪوٽ، ضلعي جهنگ ۾ پيدا ٿيو جڏهن ته سيد سبطين گيلاني لکي ٿو ته "غالباً ملتان ۾ جائو اتي نندپڻ گذاريائين ۽ پوءِ ملتان جي پرڳڻن مان هڪ پرڳڻي شورڪوٽ... مان 'هو هو' جون اهڙيون صدائون بلند ٿيون جو سبحان الله!" (حوالو: ملتان کي صوفيانه شاعري، ص 51).



سندن ماءُ جو نالو بيبي راستي رح هو. سندن والد حضرت بازيد محمد خوشحال زميندار خاندان سان واسطو رکندو هو. پر سندن عزت ۽ احترام جو حقيقي ڪارڻ سندن ذاتي شرافت ۽ سندن بزرگن جي پارسائي هئي، جنهن جي ها ڪا ان حد تائين هئي، جو مغل بادشاهه به هن خاندان جي عزت ڪندا هئا.

حضرت سلطان باهوءَ جو نسب ستاويهين پيڙهيءَ ۾ حضرت علي عليه السلام سان ملي ٿو. چون ٿا ته ڪربلا جي واقعي ڪانپوءِ جڏهن سندن بزرگن لاءِ عربستان جي زمين تنگ ٿي پئي ته اهي خراسان ۽ افغانستان ڪان ٿيندا اچي شورڪوٽ (موجوده ضلعي جهنگ، پنجاب) ۾ آباد ٿيا.

حضرت سلطان باهوءَ جي ماءُ زاهد، عابد ۽ پرهيزگار هئي، جنهن پنهنجي فرزند جو نالو 'باهو' (با+ هُو) رکيو ۽ سندس تربيت ئي ڪين 'حضرت سلطان باهو (اسم بامسميٰ) بنايو. ابتدائي تعليم، بامقصد علم ۽ 'هُو' (الله) جي الف ڪيس ماءُ ڪان ملي. هڪ روايت موجب سندس نالو عبدالوهاب رکيو ويو. سندن روحاني فيض جي نسبت شاهه حبيب بغدادي ۽ شاهه عبداللطيف دهلويءَ سان بيان ڪئي وڃي ٿي، پر اُن جو مستند ثبوت نه ٿو ملي، نه ئي سندن ڪلام مان ڪا اهڙي شاهدي ملي ٿي، البت سندن چواڻي ڪين سڄو فيض صوفين جي 'اويسي' طريقي موجب رسول اڪرم صلي الله علي وسلم ڪان حاصل ٿيو:

اگرچه نيست مارا علم ظاهر
زِ علمِ باطني جان گشته طاهر
(عين الفقر)

دست بيعت کردمارا مصطفيٰ
ولد خود خواندست مارا مصطفيٰ

سندن روحاني ڪمالات جي ڪري ڪين 'سلطان العارفين' سڏيو ويو، جنهن نسبت سان 'سلطان باهو' مشهور ٿيا. ڪين عربي ۽ فارسيءَ تي عبور حاصل هو. جذب ۽ مستيءَ، عشق ۽ آگهيءَ سندن ذهن کي جولاني عطا ڪئي. چيو وڃي ٿو ته فارسيءَ ۾ سلطان باهوءَ 140 ڪتاب لکيا، جن مان 31 ڪتاب ملن ٿا، جن مان ڪن جا نالا هن ريت آهن: 'اسرارِ قادري'، 'امير الڪونين'، 'توفيق الهدايت'، 'جامع الاسرار'، 'حجت الاسرار'، 'عقل بيدار'، 'ديوان باهو'، 'رساله روحي'، 'شمس العارفين'، 'مفتاح العارفين'، 'عين العارفين'، 'عين الفقر'، 'قرب ديدار'، 'ڪشف الاسرار'، 'محبت الاسرار'، 'محڪم الفقراء'، 'نورالهديٰ صغير'، 'نورالهديٰ ڪبير'، 'سه حرفي' وغيره. سندن پنجابي زبان ۾ شاعريءَ جو صرف هڪڙو ڪتاب 'ابيات باهو' يادگار آهي، جنهن کي مختلف مرتبن: 'ابيات باهو' (عبدالمجيد ڀٽي)، 'هو دي بيت' (ممتاز بلوچ)، 'ڪلام سلطان باهو' (محمد آصف خان)، 'ابيات سلطان باهو' (محمد بشير چوڌري)، 'ڪلام باهو' (عالم فقري)، 'ڪلام باهو' (شيخ فضل الدين)، 'مجموعه ابيات سلطان باهو' (ملڪ چنن دين)، 'ابيات باهو' (عبدالغفور اظهر)، 'حيات و تعليمات اور ڪلام باهو' (خالد پرويز ملڪ) وغيره مطلب ته سندن پنجابي شاعري 'ابيات باهو' ۽ 'ڪليات باهو' جي نالي سان ئي

سنڌ ۽ پنجاب ۾ مشهور آهي. مشهور اديب عبدالمجيد ڀٽي، سلطان باهوءَ لاءِ لکي ٿو ته، ”هو حضوري ۽ منظوريءَ جو قائل هو. وصل الاهي سندن مطمع نظر هو. جنهن لاءِ فنا في الشيخ، فنا في الرسول ۽ فنا في الله جا درجا سندن نظر ۾ لازمي هئا ۽ اها ئي تعليم سندن حياتيءَ جو مقصد هئي. حضرت سلطان باهوءَ کي ’پنجابي صوفي شاعرن‘ ۾ امتيازي مقام حاصل هو. هن رمزيت ۽ تصوف جي خاص اصطلاحن کان ڪم نه ورتو ۽ نه ئي ڪنايي ۽ استعاري ۾ ڪا ڳالهه ڪئي، پر جيڪي ڪلام چيو، سو صاف ۽ سڌي اسلوب ۾ بيباڪ نموني اهڙيءَ ته محويت ۾ چيو هو، جو سڌو دل تي اثر ڪري ٿو:

دل درياهه، سمندرون ڏونگها، ڪون دلان ديان جاڻي هو
وچي بيڙي، وچي جهيڙي، وچي ونجهه مهاڻي هو!

باهو سلطان پنهنجن بيتن/ ڏوهيڙن ۾ حقيقت ۽ طريقت جي واٽ جو بيان ڪيو آهي ۽ پنجاب جي سرزمين جو ماڻ وڌايو آهي. هن نه رڳو عام ماڻهن جي زبان ۾ شاعري ڪئي آهي، پر شاعريءَ جي اٽٽ ۾ ’سي حرفيءَ‘ جو اضافو ڪيو آهي. باهوءَ جهڙي ’سي حرفي‘ ڪو شاعر لکي نه سگهيو آهي. پنجابيءَ جو مشهور استاد پروفيسر ڊاڪٽر اجيت سنگهه سڪ لکي ٿو، ”ٽيهه حرفيءَ جو مطلب آهي ٽيهه اکر، جڏهن اکر اناويهن مان 30 ٿيو پون“. حضرت سلطان باهوءَ ’سي حرفيءَ جي جيڪا اٽٽ متعارف ڪرائي اها چئن چئن مصرعن جي قافيہ بند شاعري آهي، جن چئني مصرعن ۾ قافيو ۽ رديف ڪم آندو ويندو آهي ۽ هر بند ۾ مختلف مضمون منظوم/ پابند ڪيو ويندو آهي. سندن سي حرفيءَ جي بندن کي ميان محمد بخش ’ڏوهيڙا‘ سڏيو آهي.

ڦر سلطان باهو هڪ هويا، خاصا مرد حقاني،
ڏوهيڙي پاڪ زبان اوهدي دي روشن ڏوهين جهاني!

سندن ’سي حرفي‘ جي بند کي عام طرح ’بيت‘ جو نالو ڏنو ويو آهي. حضرت سلطان باهو پنهنجي ’سي حرفي‘، ’الف الله‘ کان شروع ڪري ’هو‘ تي پوري ڪري ٿو. سندس سڄي سي حرفي ’الله هو‘ جي گهيري ۾ گهمندي رهي ٿي. سندس ڪلام جو سُر، سرور، ميناج، ذڪر ۽ فڪر ماڻهوءَ جي قلب ۽ روح کي سڪون رسائي ٿو. حضرت سلطان باهوءَ جي ’سي حرفي‘ پنجابي شاعريءَ ۾ خاص مقام رکي ٿي. سندن شاعريءَ ۾ فقيري ہول، مستيءَ جو جذبو، سچي روحانيت، مرشد جي ضرورت، پاڪندين جي مخالفت، نهائي ۽ هرسٽ جي آخر ۾ ’هو‘ جو تڪرار، ڪيس ٻين کان منفرد بنائي ٿو

پروفيسر ڊاڪٽر اسلم رانا لکي ٿو ته، ”حضرت سلطان باهو اُهو پهريون شاعر آهي، جنهن پنجابي شاعريءَ کي، جيتربقدر تصوف جي مضمون بيان ڪرڻ جو واسطو آهي، هڪ نئون رنگ ۽ آهنگ عطا ڪيو آهي، ۽ اهو رنگ ئي آهي، جيڪو اڳتي هلي پنجاب جي اڪثر صوفي شاعرن ڪم آندو.“

پروفيسر ڊاڪٽر عصمت الله زاهد جو خيال آهي ته. ”سلطان باهوءَ پنهنجي شاعريءَ کان اهو ڪم ورتو آهي، جيڪو حضرت بابا فريد شڪر گنج ۽ نوشہ گنج بخش پنهنجي شاعريءَ کان ورتو. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ جهڙا نوان نوان موضوع بيان ڪيا آهن، تن مان ’عشق‘ کي سڀ کان وڌيڪ اهميت حاصل آهي.“

الف ايمان سلامت هرڪوئي منگي، عشق سلامت ڪوئي هو،
منگن ايمان، شرماون عشقون، دل نون غيرت هوئي هو،
جس منزل نون عشق پنهنچائي، ايمان خبر نہ ڪوئي هو،
ميرا عشق سلامت رکين باهو ايمانون ديان دروهي هو!

سلطان باهوءَ جي شاعري زبان جي لحاظ کان سادي، پر فني خوبين جي خيال کان نهايت اعليٰ آهي. فلسفي، تصوف، حال ۽ قال جي مضمونن کي آسان ۽ دلڪش انداز ۾ بيان ڪرڻ جي ملڪوتي صلاحيت ڪيس پنجابي شاعريءَ ۾ منفرد ۽ ممتاز مقام ڏنو آهي. سندس پنجابي بيتن کي جيڪا عوامي مقبوليت حاصل ٿي، سا تخليقي سطح تي ڪنهن ٻئي جي حصي ۾ نہ آئي.

غلام رباني آگرو لکي ٿو ته، ”سلطان باهو اهو درويش منش شاعر هو، جنهن جو ڪلام پنجن درياهن جي سرزمين ۾ ڇهين درياهہ وانگر موج زن آهي. هن تصوف کي اُن جذبي ۽ انهماڪ سان ڪم آندو آهي، جو سندس شاعري تسبيح جي مڻين وانگر ’الله هو، الله هو‘ جو ورد ڪندي ٻڌجي ٿي.“ پروفيسر پريشان خٽڪ لکي ٿو ته، ”حضرت سلطان باهوءَ جو ڪلام دل ۽ روح جي اٿاهه گهاين مان نڪري ٻڌندڙ جي دل ۽ روح ۾ ائين لهي وڃي ٿو، جو شاعريءَ کان وڌيڪ سلطان باهوءَ جي ڪرامت جو گمان ٿئي ٿو.“

اورنگزيب جو زمانو ڪو ايترو پري جو زمانو نہ آهي. پر سلطان باهوءَ جي خاندان وٽ باهوءَ جو هٿ اکري ڪو مسودو موجود نہ آهي. عام ماڻهن باهوءَ جي شخصيت ۽ ڪلام سان سچو پچو پيار بلڪ عشق ڪيو آهي، جنهنڪري باهوءَ جي عاشق سندس ڪلام کي وڏي چاهہ ۽ پيار سان ياد ڪيو ۽ قلمبند ڪيو. سندس بيت سنڌي، فارسي، گرمکي، هر رسم الخط ۾ لکيل ملن ٿا. بزرگن يادگيرين ذريعي لکيا، قوالن سيني کان سيني تائين پهچايا. پنجاب جي هر لهجي ۾ سندن بيت لکيا ويا. نتيجي طور سنڌ، بلوچستان، ماجهي، پوٺوهار، ملتان، بهاولپور ۽ ديرن جي علائقن ۾ ماڻهن پنهنجا پنهنجا لفظ سندس ڪلام ۾ ملائي ڇڏيا، پر چيو وڃي ٿو ته ممتاز بلوچ سندس ڪلام کي ڇنڊي ڇاڻي جهنگ جي لهجي واري ٻوليءَ ۾ ترتيب ڏئي ڇپائي وڏو ڪارنامو ڪيو آهي. سلطان باهوءَ لاءِ سنڌ ۾ وڏي عقيدت پاتي وڃي ٿي. سنڌ جي اترين ضلعن: سکر، شڪارپور، جيڪب آباد ۽ لاڙڪاڻي وغيره ۾ سلطان باهوءَ جا ڪيترا تڪيا ۽ ڪيترين درگاهون سندس فڪر سان وابستہ آهن ۽ سلطان باهوءَ کي سنڌ ۾ شاهہ لطيف ۽ سچل ڪانپوءِ وڏي عوامي مقبوليت حاصل آهي.

موجوده دور جو عظيم جديد شاعر بہ سلطان باهوءَ کان حد درجي تائين متاثر هو. شيخ اياز تصوف توڙي سريت پسندي (Mysticism) جو وسيع مطالعو ڪيو هو. جيڪا سندس لفظن ۾ ’نفس جي گهراين مان اُڀري مشاهدو ۽ ڪشف ڪونجي ٿي.‘ هن ويدانت، ٻڌمت، جين مت، تائو مت، سريت پسندي ۽ اسلامي تصوف جو وسيع مطالعو ڪيو هو.

سندس راءِ ۾ اسلامي تصوف تي يوناني ۽ هندي سريت پسنديءَ جو گهرو اثر آهي. صوفي، ويدانيتن ۽ سريت پسندن وٽ ان جي اظهار جون ون وناڻون آهن. جيڪي ’دنيا ئي زندگيءَ‘ جي ماورائي نظام سان خوشگوار تعلق پيدا ڪن ٿيون. اُن معيار تي شيخ اياز جي نظر ۾ هند جا ويدانتي شاعر ۽ سنڌ ۽ پنجاب جا صوفي شاعر پورا لهن ٿا. اياز لکي ٿو ته، ”پنجاب ۾ سلطان باهو، بلهي شاهه ۽ شاهه حسين ان جا بهترين مثال آهن. ۽ سنڌ ۾ ته شاهه، سچل ۽ ساميءَ کي هرڪو تمورتي ڪوٺي ٿو.“ (ڪونجون ڪرڪن روهه تي: مهاڳ)

شيخ اياز هڪ پورو ڪتاب ’سلطان باهو‘ جي نالي لکيو هو ۽ ان سان منسوب ڪيو هو. جنهن جو نالو هن ’هي جي نهرون ننڊ جون‘ رکيو هو. ان مان 90 چوسٽا، هڪ پبلشر، شيخ اياز جي ڪتاب ’ڪونجون ڪرڪن روهه ۾‘ ۾ شامل ڪري ڇڏيا هئا. باقي رهيل چوسٽن جو تعداد 227 آهي. جيڪي شيخ اياز جي شاعريءَ جي ثقافت ڪاتي سنڌ طرفان ڇپيل ڏهين جلد ۾ شامل ڪتاب ’هي جي نهرون ننڊ جون‘ ۾ شامل آهن. ’ڪونجون ڪرڪن روهه ۾‘ وارن 90 چوسٽن مان 14 ۾ شيخ اياز، سلطان باهوءَ وانگر قافيي ڪان پوءِ ’هو‘ جو استعمال ڪيو آهي. جڏهن ته ’هي جي نهرون ننڊ جون‘ جي 227 چوسٽن مان 95 ۾ ’هو‘ جو استعمال ٿيل آهي. جنهن مان اياز تي سلطان باهوءَ جي اثر جي ڄاڻ پوي ٿي. اياز لکي ٿو: ”باهوءَ چوسٽا لکيا آهن. پنجابيءَ ۾ دوها به سٽا به هوندا آهن. جيئن شيخ فريد شڪر گنج جا دوها آهن ۽ چوسٽا به هوندا آهن. جيئن سلطان باهوءَ جا آهن. باهوءَ جي هر سٽ جو پويون لفظ ’هو‘ آهي. جو انساني روح کي ڪتان جو ڪتي ٿو پهچائي ڇڏي! مون به هر دوهي ۾ ’هو‘ لکيو آهي... باهو دارا شڪوه جو همعصر هو. 1230هه ۾ جنهن نه رڳو ’سڪينة الاوليا‘ ۽ ’سفينة الاوليا‘ جهڙا ڪتاب لکيا هئا، پر ڪابل ڏانهن ڪاهه ڪندي رستي تي فارسيءَ ۾ اُپنشندن جو ترجمو به ڪيو هو. هن جي انسان دوستي ضرب المثل بنجي وئي آهي. انهيءَ هن جي مرشد ميان مير، سلطان باهوءَ وانگر قادري سلسلي ۾ بيعت ڪئي هئي...“ اياز وڌيڪ لکي ٿو ته ”مون باهوءَ تان چوسٽي جو فارم ڪنيو آهي، جيئن ساميءَ تان سلوڪ جو ۽ ڀٽائيءَ تان بيت جو فارم ڪنيو آهي... منهنجو پيءُ، مون کي ننڍي هوندي باهوءَ جي هيئين سٽ ٻڌائيندو هو (هو باهوءَ جو متعقد هو ۽ ڪيئي ڀيرا هن جي مزار تي ويو هو).

تن من ميران ليران ليران، جيون درزي دي ليران هُوا!

اياز لکي ٿو ته، ”اها سٽ منهنجي دل تي اڪرجي وئي هئي ۽ اڄا تائين ياد اهي“- ۽ پوءِ مهاڳ جي آخر ۾ باهوءَ جو هيٺيون دوهو درج ڪري ٿو:

عشق ديان اولڙيان گلان، شرع ٿين دور هٽاوي هو

قاضي ڇوڙ قضاوين جاون، عشق طماچين لاوي هو

لوڪ ايائي متين ڏيندين، عاشق مت نه ياوي هو

مڙڻ محال تنهان نون باهُو، جنهان صاحب آپ بُلاوي هوا

سلطان باهوءَ جمادي الثاني جي پهرين خميس 1102هه مطابق 1690ع ۾ وفات ڪئي. سندس عرس هر سال جمادي الثانيءَ جي پهرين خميس تي سندس درگاهه نزد ڳڙهه مهاراجه، ضلعي جهنگ ۾ ٿيندو آهي، جتي ڏيهه پرڏيهه مان لکين عقيدتمند اچي سلامي ٿيندا آهن.

’ڪوڙين ڪن سلام، اچيو آڳهه اُن جي!‘ (شاهه)

سلطان باهوءَ جي پهرين مزار 1102هه مطابق 1690ع ۾ شورڪوٽ کان اتر طرف درياهه جي وچ واري علائقي قلعي قرهگان ۾ ٺاهي وئي، جيڪا دريا بُرديءَ سبب هيهر لڏائي 1192هه مطابق 1778ع ۾ درياهه جي اتر طرف ’چاهه سمندري‘ وٽ ٺاهي وئي، جنهن کي اڄ به پراڻي درٻار شريف سڏيو وڃي ٿو. درياهه جي ٻوڏ سبب سلطان باهوءَ جي تي ۽ موجوده مزار 1336هه مطابق 1918ع ۾، سندس سجاده نشين، محمد امير سلطان جي زماني ۾ جُڙي. هيءَ مزار مبارڪپور، ضلعي جهنگ جي ڳوٺ ڳڙهه مهاراجه کان اولهه طرف ٽن ميلن جي پنڌ تي آهي، جتي ئي سندس عرس ٿيندو آهي ۽ عقيدتمند اچي حاضري ڀريندا آهن.

**سلطان پور:** سلطان پور شهر پنوعاقل تعلقي جي قديم ڳوٺن مان هڪ آهي. ورهاڱي کان اڳ هي وڏو شهر هو. شهر جي ڪاروبار تي هندو واپاري ڇانيل هئا. شهر ۾ وڏا دروازا هوندا هئا، جيڪي رات جو بند ڪيا ويندا هئا. هن شهر لاءِ اڪثر چيو ويچي ٿو ته مير سلطان خان ٽالپر ٻڌايو هو. پر ڪن جو چوڻ آهي ته سلطانان، حاملان ۽ برڙ نالي ٽي ڀينر هيون. جن جي پنيان تي ڳوٺ برڙ، حاملا وهڻ ۽ سلطانپور ٻڌا ويا.

ورهاڱي کان اڳ هتي ويساکيءَ جو وڏو ميلو لڳندو هو. ورهاڱي کانپوءِ جڏهن هندو واپاري ۽ زميندار هتان هليا ويا ته شهر زوال طرف وڌيو. 1962ع کانپوءِ جڏهن قاضي واهه نڪتو ته ڳوٺ وري ترقي ڪري شهر جي صورت اختيار ڪئي. هن وقت سلطانپور ۾ بازارون به آهن ۽ عام واهپي جي هر شيءِ ملي ٿي. هتي بنيادي شهري سهولتون موجود آهن. هن شهر جي پاسي ۾ پنوعاقل فوجي ڇانوڻي آهي. سلطان پور ۾ سمائر برادريءَ جي اڪثريت آهي، جيڪي هن ئي علائقي ۾ رهن ٿا. شهر جي آسپاس چار قديم قبرستان پير ابراهيم شاهه، نول مشائخ، پير آريڏل ۽ پير عظيم شاهه آهن، جن تي ميلو لڳندو آهي. هن شهر ڪيترا اديب، شاعر، صاحب ڪتاب، اداڪار ۽ فنڪار پيدا ڪيا آهن، جن ۾ علي نواز سمائر، محمد حسن وڪيل، شير محمد ’زخمي‘، علي محمد ’ساٿي‘، غلام محمد ’منصور‘، ڊاڪٽر وحيد سمائر، طارق سمائر، فياض سمائر، ياسين ڪنير ۽ عبدالستار سمائر شامل آهن. سلطان پور هن وقت يونين ڪائونسل، تپو سپروائيزري سرڪل ۽ ديهه به آهي.

**سلطان جنگ:** مير يار محمد خان ٽالپر پنهنجي ڪتاب ’فريئر نامه‘ ۾ ڄاڻائي ٿو ته: ”سلطان جنگ جو خطاب مير مرزا فقير جو آهي. مير مرزا فقير وڏو بهادر ۽ دلير هوندو هو. جنگين ۾ هو هميشه دشمنن جي لشڪر جي وچ ۾ گهڙي وڙهندو هو ۽ اها سندس مشهور ڳالهه آهي

تہ انهيءَ دليريءَ ۽ جوانمرديءَ سبب ڪلهوڙن حاڪمن ڪيس ’سلطان جنگ‘ جو خطاب ڏنو. هي تمام گهڻو بهادر هو. ميان عبدالنبي وڏي چالاڪيءَ سان مير عبدالله خان ۽ مير فتح خان سان گڏ مير مرزا فقير کي بہ قرآن پاڪ موڪلي، پاڻ وٽ گهرائي، قيد ڪرائي، وڏي بيدرديءَ سان قتل ڪري ڇڏيو.

**سلطان حيدر مرزا:** ديني عالم، اديب ۽ شاعر سلطان حيدر مرزا جو تعلق ٽنڊي آغا، حيدرآباد جي علمي، ادبي ۽ مذهبي گهراڻي سان هو. هن 17 سيپٽمبر 1927ع تي جنم ورتو. سندس والد مرزا علي محمد بيگ، مير عبدالحسين خان ٽالپر وٽ سرشتيدار هو ۽ سندس ڏاڏو ميرزا قربان علي بيگ هزهائينس مير محمد حسن خان ٽالپر جو مصاحب هو. سلطان حيدر درسي تعليم سان گڏ ديني تعليم بہ حاصل ڪندو رهيو پرائمري تعليم پوري ڪرڻ کانپوءِ والد



کيس پريداس نوودياهاءِ اسڪول ۾ داخل ڪرايو. جتان انگريزي تعليم حاصل ڪيائين. تعليم سان گڏ شعروشاعري ۽ علم ادب جي سکيا پنهنجن بزرگن کان وٺندو رهيو. مرثيي گوئيءَ سان گڏ مرثيي خوانيءَ جو وڏو ماهر هو. مرثيي پڙهڻ ۾ بيمثال هو. علم ادب، شاعريءَ ۾ وڏو مقام رکندو هو. 1945ع کان سنڌ ۽ هند جي تاريخ ۽ علماءِ دين جي سوانح بابت تحقيقي مقالا ۽ مضمون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ڪرائيندو هو. شاعريءَ ۾ حمد، نعت، قصيدي، منقبت، سلام، نوحي، مرثيي، غزل، نظم، مثنوي، ۽ قطعہ تاريخ تي طبع آزمائي ڪيائين.

مرزا صاحب، اديب، عالم، اديب فاضل جا امتحان بہ پاس ڪيا. قطعہ تاريخ جي فن ۾ کيس وڏي مهارت حاصل هئي. سندس علمي ۽ ادبي دوستن ۾ مير رسول بخش خان ٽالپر، مير علي احمد خان ٽالپر، مرزا تصدق حسين، مرزا ظفر بيگ، خانبهادر مرزا سڪندر علي بيگ، سيد نجف علي شاهہ ’ڪمتر‘، مولانا ثمر حسن زيدي، مولانا حشمت علي ۽ ٻيا شامل هئا. سندس هيٺيون تصنيفون آهن: (1) ڪشڪول سلطان، (2) ڪليات سلطان، (3) ديوان سلطان، (4) اميرالمؤمنين حضرت علي ابن ابي طالب جا سهڻا سخن، (5) صحيفہ سجاديہ (حضرت امام زين العابدين جي عربي دعائن جو سنڌي ترجمو)، (6) سنڌ جا نامور شاعر (سوانحي خاڪا).

سلطان حيدر مرزا، 26 ذوالحج 1425هہ/ 6 فيبروري 2005ع تي وفات ڪئي. سندس وفات تي گهڻن ئي عالمن قطعہ تاريخون چيون، جن مان ميرزا سڪندر علي بيگ جي چيل قطعہ تاريخ جا چند شعر هيٺ ڏجن ٿا:

ميرزا سلطان حيدر خاص خاصان خدا،
مرثيہ گو مرثيہ خوان مدح خوان مرتضيٰ،
سن هجري را بجستم ازخرد با درد و غم
’عالي فطرت زينت محفل‘ محب ڪبريا.
1425هہ
سال تاريخ و صالش اي سڪندر زد رقم،
’صاحب مهر و مروت خسرو عالم‘ بجا.
2005ع

**سلطان سامٽيو:** ڪلهوڙا دؤر جي اميرن، وزيرن ۽ سپہ سالارن بابت، ڪتاب ’ڪلهوڙا دؤر حڪومت‘ (از: ڊاڪٽر غلام محمد لاکو) ۾ ڀرپور پيرو جامع ۽ مربوط انداز سان مواد گڏ ڪيو ويو آهي. ڪتاب جي مصنف سلطان سامٽيي بابت واضح مواد پيش ڪيو ويو آهي ۽ لکي ٿو ”هو هڪ فوجي اڳواڻ هو. جنهن ذڪر هيٺ دؤر ۾ اهم خدمتون سرانجام ڏنيون. سن 1745ع ۾ پاڻ ٺٽي جو ناظم هو. ان دؤر ۾ نادر شاهہ جي ماڻهن ۽ دائود پوٽن ۾ شڪارپور تي وڏي ويڙهہ هلي رهي هئي. ان مشڪل دؤر ۾ ميان نور محمد، ٺٽي مان سلطان سامٽيي ۽ شيخ شڪر الله کي صلاح مصلحت لاءِ خدا آباد سڏي ورتو هو. ٺٽي ۾ فساد پکڙجي ويو هو. جيئن ئي شڪارپور جي مُهم لاءِ نادرشاهہ جو ڪمانڊر سردار طهماسپ جلائر واپس موٽي ويو، تيئن سلطان سامٽيو واپس ٺٽي جي گورنر (ناظم) طور موٽي آيو. لاڙ پٽ ۾ ڪلهوڙن جي خلاف سيني بغاوتن کي اڃي منهن ڏنائين ۽ امن امان جي قيام ۾ سوڀارو ٿيو. سلطان سامٽيو ٺٽي جو حاڪم ٿي هو. جو 1746ع ۾ وفات ڪيائين. هن جي مزار مَڪلي ٽڪريءَ تي، سيد محمد يوسف رضويءَ جي قبرستان ۾ آهي. (ڪلهوڙا دؤر حڪومت، ص 296-297).

**سلطان شاهہ:** مشهور شاعر سلطان شاهہ ولد نور الله شاهہ لاڙڪاڻي جو رهاڪو ۽ نوشهري فيروز جي بزرگ، شاهہ نصير جي درگاهہ جو مريد هو. سلطان شاهہ پنهنجي دؤر جو ڪافيءَ جو مشهور شاعر ٿي گذريو آهي. ڪيترو ڪلام چيائين، جيڪو قلمي بياض جي صورت ۾ آهي. شاعريءَ ۾ ’سلطان‘ تخلص ڪم آڻيندو هو. سندس ڪلام الستي رنگ ۾ رتل آهي. نامور محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سندس ڪلام ڪتاب ’ڪافيون‘ ۾ شامل ڪيو آهي، جنهن ۾ ڄاڻائي ٿو تہ: ”سلطان شاهہ، شاهہ نصير جي درگاهہ جو طالب هو. پنهنجي ڪلام ۾ درگاهہ جي ٻين سجاده نشينن: نول گهوٽ، شاهہ ڪريم ۽ عبدالعلي شاهہ توڙي درگاهہ جي طالبن فقير خير محمد هيسباڻي، عثمان فقير سانگي، عين علي شاهہ ۽ نور الله شاهہ بہ پنهنجي عقيدت جو اظهار ڪيو آهي.“ سندس ڄمڻ ۽ وفات جون تاريخون ملي نہ سگهيون.

**سلطان علي خان ٽالپر:** مير سلطان علي خان ٽالپر اصل حيدرآباد جو رهاڪو هو. مولانا دين محمد وفائي پنهنجي تصنيف ’تذڪره مشاهير سنڌ‘ ۾ ڄاڻائي ٿو تہ: ”مير سلطان علي خان بن سعيد خان

ٽالپر حڪيم، فلاسافر، ماهر فلڪيات، عربي ۽ فارسيءَ جو وڏو نقشبندي عالم ۽ صوفي هو. هن جي تصنيفن مان ’زيچ سلطان علي خاني‘ جو هڪ قلمي نسخو موجود آهي، جنهن مان خبر پوي ٿي ته هو هندي شاستر جو پڻ عالم هو. هن پنهنجي زيچ (تقويم) سنڌ کي سامهون رکي پوءِ لکي. هن هندستان جي هندو فلسفين ۽ حڪيمن جي فلڪياتي حساب کي سامهون رکي هڪ مڪمل تقويم تيار ڪئي، اها تقويم سترهن هزار پنج سؤ سالن تي مشتمل آهي. مير سلطان علي خان جي زيچ کي پڙهڻ کانپوءِ خبر پوي ٿي ته هن پنهنجي تقويم جو بنياد سنسڪرت جي مهاديوي جنتريءَ تي رکيو آهي. هي زبان ۽ اعداد دراصل الله آباد جي هڪ پنڊت کان حاصل ڪيا هئا. جيڪو سنڌ ۾ سياحت خاطر آيو هو ۽ مير سلطان علي خان وٽ بطور مهمان رهيل هو. مير صاحب جون بيون به تصنيفون هيون، جيڪي هن وقت ناپيد آهن. مير صاحب اها زيچ رمضان 1219ھ/ڊسمبر 1804ع ۾ مڪمل ڪئي، جنهن مان اها خبر پوي ٿي ته هي تيرهين صدي هجري/ اوڻيهين صدي عيسويءَ جي رجال مان هو.“

**سلطان علي شاهه**: شاعر ۽ بزرگ سلطان علي شاهه ولد گل محمد شاهه بخاري ڳوٺ موسيٰ ڪٽياڻ تعلقي حيدرآباد جو رهاڪو هو. سندس جنم 1284ھ/ 1867ع ڌاري ٿيو. ننڍيءَ عمر ۾ فقيري رنگ چڙهڻ جي ڪري صوفياڻي شاعري ڪيائين. سندس شاعريءَ ۾ حسن ڪانسواءِ وحدت جي وائي ۽ عشق جي رمزن جا راز سمايل آهن. پنهنجي پاڙيسري ۽ همعصر شاعرن مان مصري شاهه ۽ محمود فقير ڪٽياڻ سان سندس روح رهاڻيون هيون. سلطان علي شاهه عمر جي پوئين حصي ۾ درگاهه جهوڪ شريف تي اچي فيض حاصل ڪيو ۽ گهڻو وقت ذڪر فڪر ۾ گذاريندو هو. وفات بعد ڳوٺ موسيٰ ڪٽياڻ ۾ دفن ٿيو.

**سلطان ڪوٽ**: هي شهر سلطان احمد خان پناڻ آباد ڪيو هو. جيڪو ميرن حاڪمن جي ڏينهن ۾ افغانستان کان هجرت ڪري آيو هو. هي شهر شڪارپور کان اتر طرف 20 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. شروع ۾ سلطان احمد خان هتي هڪ ڪوٽ ڪيرايو هو. جنهنڪري ’سلطان ڪوٽ‘ سڏجڻ لڳو. سردار سلطان احمد خان پناڻ کي محمد رحيم خان ۽ ارسلان خان نالي ٻه فرزند هئا. آغا غلام نبي پناڻ، سلطان احمد خان عرف سردار پورا خان، ميجر عطا محمد ۽ آغا طارق جو شمار هتان جي سياسي شخصيتن ۾ ٿئي ٿو. موجوده دور ۾ آغا تيمور خان به سياسي ميدان ۾ پنهنجي وڏن جي جاءِ والاري آهي، جنهن جو تعلق به هن شهر سان آهي. هن شهر جي آبادي 30 هزار جي لڳ ڀڳ آهي. هتان جي زمين ڪلرائي هئڻ سبب پاڻي ڪڙو آهي، ان ڪري ٻاهران ٽيوب ويل ذريعي پاڻي ايندو آهي. ورهاڱي کان اڳ، هتي هندن جي ڪافي آبادي هئي. هن وقت هتي بابڙ، ڪاڪڙ، ترين، ڳاڙي، پانيزئي، خجڪ ۽ شيرواني پٺاڻ، سيد، لودرا، دايا، ڪيهر، راجپوت، چنا، سومرا، انصاري، ڪنيار، لانگاهه لاشاري، ڪاڪيپوٽا، عباسي، شيخ، جمالي، پرچوڻ ذاتين جا ماڻهو رهن ٿا. هي شهر علم ۽ ادب جي لحاظ کان مشهور آهي. هتي ريلوي اسٽيشن، پوليس ٿاڻو سرڪاري اسپتال، گورنمينٽ بوائز هاير سيڪنڊري اسڪول، گورنمينٽ گرلس مڊل اسڪول، گورنمينٽ پرائمري بوائز اسڪول، گورنمينٽ پرائمري گرلس اسڪول موجود آهن.

**سلطان ڪوٽ** (ديهه): تعلقي شڪارپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

آغا نظام دين، نظر محمد بروهي، سائينداد سرڪي، صاحب خان، فتح محمد ڪاڪيپوٽا، محبوب پڪيجو، رسول بخش، شير محمد بروهي ۽ عبدالرحيم ماڇي.

**سلطان لعل ابراهيم**: هيءُ بزرگ حضرت ابوبڪر جي اولاد مان چيو وڃي ٿو. جيڪو ستين صدي هجريءَ ۾ عرب کان سنڌ ۾ آيو. سنڌو درياءَ جي ڪناري چلو ڪيائين ۽ خدا جي ياد ۾ ايترو ته گم ٿي ويو جو درياءَ جي واري مٿان وري ويس. روايتن موجب جڏهن حضرت شهباز قلندر پنهنجي دوستن سميت ان جاءِ تان گذريو ته پنهنجن دوستن کي چيائين ته هت به لعل لڪل آهي. پوءِ لعل ابراهيم وٽ وڃي ڪيس چيائين: ’هينئر ظاهر ٿيءُ‘ ته درويش ظاهر ٿيو ۽ شهباز قلندر سان ملاقات ڪيائين. ان کانپوءِ ڪجهه وقت حضرت لعل شهباز قلندر جي صحبت ۾ رهي، ان کان روحاني فيض پرايائين. پاڻ قادري سلسلي جو بزرگ هو. ڪيترن ئي خدا جي ٻانهن هن بزرگ وٽان روحاني فيض حاصل ڪيو ۽ هزارين سندس مريد ٿيا. خاص ڪري هن وقت به ٻرڙا ۽ دل ذات جا ماڻهو سندس مريد آهن. هن بزرگ جي درگاهه ڳوٺ اورنگ آباد، تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور ۾ آهي.

**سلطان محمد مهردار**: ارغون دور ۾ ميرزا شاهه بيگ پنهنجي پٽ ميرزا شاهه حسن بيگ ارغون کي بکر طرف نئين قلعي ٺهرائڻ لاءِ حڪم ڏنو. شاهه بيگ ارغون پيءُ جي حڪم موجب پاڻ سان ٻين اميرن سان گڏ سلطان محمد مهردار کي پڻ وٺي ويو. شاهه بکر ۾ پهچڻ شرط روهڙيءَ ۾ سيدن کي رهڻ لاءِ جايون ڏنيون ۽ بکر ۾ اروڙ شهر جي سرن مان نئون قلعو ٺهرائڻ جو حڪم ڏنائين. جڏهن پوري هڪ سال ۾ قلعو مڪمل ٿيو تڏهن شاهه بيگ ارغون سلطان محمد مهردار کي اتي قلعي ۾ نگران ڪري پاڻ واپس ٺٽي هليو آيو. سلطان محمد مهردار قلعي کي تمام سهڻي نموني سنڀاليو. شاهه حسن بيگ ارغون، سلطان محمد مهردار انهي ڪري تمام گهڻو متاثر ٿيو ۽ ڪيس انعام و اڪرام پڻ ڏنائين.

**سلطان محمود خان بکري**: سلطان محمود خان بکري بن مير فاضل بن عادل بن احمد، خواجه اصفهاني نسل جو هو. سندس وڏا خراسان جا رهندڙ هئا ۽ سندس پشت چين جي بادشاهن سان وڃي ملي ٿي، جيڪو اصفهان جي شهنشاهت جو هڪ پرڳڻو هو (*تاريخ معصومي، سنڌي، ص 260-261*). مير معصوم جي هن روايت جي ابتڙ مشهور محقق پير حسام الدين راشديءَ، اصفهان جي سرزمين جي مشاهدي ۽ تاريخي ڪتابن جي مطالعي کان پوءِ لکيو ته مير معصوم جي اها راءِ

درست نہ آهي. سلطان محمود جا وڏا خوزستان جا هئا. جيڪو اصل ۾ ’ري‘ ڳوٺ جو آهي، جيڪو اصفهان جو هڪ تعلقو آهي. *(غلام محمد لاکو: ڳالهيون منهنجي سنڌ جون، ص 149، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 2007ع)*. سلطان محمود بکري چوڏهن سالن جي عمر ۾ شاهہ بيگ جي لشڪر ۾ شامل ٿيو. سمن کان اقتدار کسڻ واريءَ جنگ ۾ محمود بکري، شاهہ بيگ جي لشڪر ۾ شامل هو. هي واقعو 1520ع ۾ ٿي گذريو آهي. شاهہ بيگ کيس بکر جي قلعي (علائقي) جو ناظم مقرر ڪيو. شاهہ بيگ جي وفات (1522ع) کان پوءِ مرزا شاهہ حسن ارغون سنڌ جو حاڪم ٿيو. پوءِ بہ بکر جو علائقو محمود بکريءَ جي حاڪميت ۾ رهيو. محمود بکري ڪڇ جي واليءَ سان جنگ وقت، شاهہ حسن ارغون جي ڀرپور مدد ڪئي هئي. همايون دهليءَ جو تخت تاج وڃائي، جڏهن 1541-1542ع ڌاري سنڌ ۾ ڦرندو رهيو تہ ان وقت بہ شاهہ حسن ارغون جي حڪم تي، محمود بکريءَ کيس ڏاڍي تڪليف ڏني. 1955ع ۾ شاهہ حسن ارغون فوت ٿيو. تڏهن سنڌ کي ٽن حصن ۾ ورهايو ويو. ٺٽي تي ترخانن جو راڄ قائم ٿيو ۽ بکر تي محمود بکري خودمختياريءَ سان حڪومت ڪرڻ لڳو.

محمود بکري پنهنجي پوري دور ۾ مختلف سنڌي قبيلن کي پوريءَ طاقت سان چٿيو. جيڪي ارغونن ۽ محمود بکريءَ جي حڪومت جا مخالف هئا. مير محمد معصوم بکريءَ ان جا تفصيل ڏنا آهن. جنهن دور ۾ شاهہ حسن ارغون فوت ٿيو (1555ع)، ان دور ۾ همايون ٻيهر دهليءَ جو تخت ۽ تاج حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. ليڪن 1556ع ۾ اڪبر نئون مغل بادشاهہ بنجي ويو. جنهنڪري سلطان محمود حقيقي معنيٰ ۾ ٻهريون پيرو پريشان ٿيو.

ٺٽي جا ترخان سندس مخالف هئا. ابتدا ۾ مرزا عيسيٰ ۽ بعد ۾ مرزا باقي هن جو مخالف رهيو. مختلف موقعن تي ٻنهي ڌرين ۾ ويڙهون ٿيون. جن مان ڪي لڙايون دربيلي وٽ ٿيون. ٻئي طرف نوجوان اڪبر مغل بادشاهہ هو. جنهن مان بہ هن کي هر وقت خطرو رهندو هو. ان حالت ۾ محمود بکري ايران جي دربار ڏانهن مدد لاءِ واجهايو ۽ اڪبري سلطنت سان بہ تعلقات بهتر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. پير حسام الدين راشديءَ تاريخ معصومي، اڪبر جي دور جي لکيل تاريخن ۽ ايراني ذريعن (ڪتابن) جي مدد سان لکيو آهي تہ: ”سلطان محمود بہ پيرا (تاريخ معصومي موجب: 1557ع ۽ 1561ع ۾) حق بردي بيگ کي ايران جي دربار ۾ سفير ڪري موڪليو ان وقت شاهہ طهماسپ بادشاهہ هو. ٻئي پيرا سفير کي عزت ۽ آبرو ملي. هڪ پيري محمود لاءِ ’خاني‘ خطاب، عَلم، نقاري، ڏهہ هزاري جهنڊي ۽ سروپاءِ جي نوازش ٿي. ٻئي موقعي تي بادشاهہ پاران محمود لاءِ هيرن جو هار، تاج، جڙا دارڪمر بند، قيمتي سروپاءِ ۽ چٽ وغيره موڪليا. اهڙيءَ ريت ايران ۽ بکر ۾ سنا لاڳاپا برقرار رهيا. هڪ موقعي تي ايراني سفير اڪبري دربار ۾ بہ سفارش ڪري، محمود لاءِ ’اعتبار خان‘ جو لقب حاصل ڪيو.“ محمود بکريءَ کي پٽ نہ هو. کيس هڪ نياڻي بکري بيگم نالي هئي. وفات کان ٻہ سال اڳ نياڻيءَ کي اڪبر جي نڪاح ۾ ڏنائين.

سلطان محمود بکري 1574ع ۾ وفات ڪئي. چون ٿا تہ پراڻي سکر ۾ هڪ اهڙي قبر آهي، جنهن تي ڪو ڪتبو نہ آهي، اها قبر محمود بکريءَ جي آهي. جنهن تي اڄوڪا ماڻهو پٿر وجهي مرادون حاصل ڪرڻ لاءِ دعائون گهرندا آهن. مير معصوم بکريءَ، سلطان محمود جي شخصيت بابت راءِ ڏني آهي تہ: ”هو بهادر ۽ سخي هو. سندس مزاج ۾ تکائي غالب هئي. جڏهن ڪاوڙبو هو تہ پاڻ کي قابو نہ رکي سگهندو هو. خونريزيءَ کان نہ مڙندو هو. بلڪ ٿوريءَ ۽ بدگمانيءَ تي ماڻهن جو گهر ٻار برباد ڪري ڇڏيندو هو.“
*(تاريخ معصومي، سنڌي، ص 279-280).*

**سلطان محمود بيگڙو**: سلطان محمود بيگڙو، گجرات جي بادشاهن مان سڀني کان بهتر بادشاهہ ٿي گذريو آهي. هي 1451ع ڌاري گجرات جو بادشاهہ ٿيو. هن چمپانير ۽ جهوناڳڙهہ جي راجائن کي پنهنجو تابعدار بڻايو. ان وقت گجرات جي ساحل تي ڦورو، حملا ڪري، ماڻهن کان مال ڦري ويندا هئا ۽ ماڻهن ۾ خوف ۽ هراس پکڙيل هوندو هو. سلطان محمود بيگڙي ڦورن جو خاتمو آڻي امن قائم ڪرايو.

سلطان محمود بيگڙو 1471ع ۾ چمپانير ويندي پارڪر پهتو هو. جتي کيس مقامي مسلم ۽ هندو قبيلن جي مقابلي جو اطلاع مليو. کيس پارڪر ۾ 24000 ويڙهاڪن جي لشڪر سان منهن ڏيڻو پيو. مقامي لشڪر ۾ ڪلهوڙا، سومرا ۽ سوڍا شامل هئا. پر هن هر قسم جي ويڙهہ کان پاسو ڪيو ۽ ساڻن ناهہ ڪيو. سلطان کي اهو معلوم ڪري تعجب ٿيو تہ ٿر ۽ پارڪر جا ماڻهو مسلمان هوندي بہ قديم هندو روايتن سان لاڳاپيل هئا. بادشاهہ جي آڇ تي هتان جي ڪيترن قبيلن گجرات جي شهر سوراشٽر طرف لڏپلاڻ ڪئي، جتي سندن رهائش ۽ تعليم جو بندوبست ڪيو ويو.

1472ع ۾ ڪڇ جي ڪناري آباد سنڌي قبيلن بغاوت ڪئي، جنهن بغاوت ۾ 40 هزار فردن حصو ورتو. ان وقت سلطان محمود بيگڙو ڪڇ ۾ موجود هو. جڏهن کيس هن بغاوت جي خبر پهتي تہ هن هڪ وڏو لشڪر جام نظام الدين جي مدد لاءِ موڪليو. سنڌي ۽ گجراتي فوجن گڏجي بگڙيل صورتحال کي ضابطي ۾ آندو. جام نظام الدين اهڙي مدد جي موٽ ۾ بيگڙي جا ٿورا مڃيا.

سلطان محمود بيگڙو 1505ع ڌاري ننگرپارڪر ۾ موجود هو. جتي سوڍن چڪتاڻ واري صورتحال پيدا ڪئي هئي، جنهن کي هن سياڻپ ۽ حڪمت عمليءَ سان ضابطي هيٺ آندو. روايت موجب محمود بيگڙي، ڀوڏيسر ۾ هڪ مسجد قائم ڪرائي، جنهن لاءِ هن وڏي رقم مهيا ڪئي هئي. هڪ روايت موجب اها اصل ۾ جين يا هندو مندر هو. جنهن کي مسجد ۾ تبديل ڪيو ويو هو.

**سلطان مقيم بيگلار جي نياڻي:** ڄامن سمن جي حڪومتي زوال ڪانپوءِ، جن خاندانن مرڪزي ايشيا مان لڏپلاڻ ڪري، سنڌ ۾ اچي پناهہ ورتي، انهن ۾ 'بيگلار' خاندان خاص اهميت رکي ٿو. ارغون حاڪمن کين نصرپور جو پرڳڻو جاگير ڪري ڏنو هي پرڳڻو اوپر ۾ عمرڪوٽ تائين پکڙيل هو. جاگيرداري ۽ سرڪاري زور تي 'بيگلار' خطي ۾ هڪ اهم طاقت ٿي اڀريا. 1555ع ۾ ارغونن جي زوال ڪانپوءِ ترخانن جي دؤر ۾ بيگلار نئين جي حاڪمن سان جنگ لاءِ تيار ٿيا، ڪيئي معرڪا ٿيا، جيڪي ڪتابن ۾ نروار آهن. بيگلارن، نصرپور ۾ رهندي، سوڍن، سميجن ۽ راڻن سان مائٽيون ڳنڍي، مقامي طرح پاڻ کي وڌيڪ مضبوط ڪيو. هن خاندان ۾ ٽي فرد اهم ٿي گذريا: (1) امير شاهہ قاسم خان زمان، (2) مير ابو القاسم سلطان، ۽ (3) سلطان مقيم. خان زمان جي ائن پٽن جا نالا موجود آهن، جن ۾ سندس ٻيو نمبر مير مقيم سلطان خاص اهميت رکي ٿو. هو فصيح بيان، خوش طبع ۽ نرم مزاج شخص هو. هن 978ھ/1570ع ۾ جنم ورتو ۽ 1033ھ/1623ع ۾ وفات ڪئي. بيگلارن جو تاريخي قبرستان اڄ بہ ٽنڊي الهيار کان ٽنڊي آدم ويندڙ روڊ تي 'توڪري' يا 'نوڙڪي' نالي سان موجود آهي. قبرن تي فارسي زبان ۾ ڪتبا موجود آهن. جيڪي اڪثر مردن جي قبرن تي نصب ڪيا ويا آهن. مير مقيم سلطان ٽي شاديون ڪيون: (1) علاؤالدين انڙ جي ڌيءَ سان، (2) قلعہ ڪوٽڙيءَ جي پرٿوي راڄ جي ڌيءَ سان ۽ (3) عمرڪوٽ جي راڻي ميگهراج جي نياڻيءَ سان. مير مقيم کي ڇهہ پٽ ۽ هڪ نياڻيءَ جو اولاد هو. پير حسام الدين راشديءَ جي تحقيق موجب راڻي ميگهراج جي ڌيءَ مان هن کي هڪ نياڻي رعنا بيگ جي نالي سان ٿي. پير حسام الدين راشدي فارسي ڪتاب 'مثنوي چنيسر نامہ' (سن: 1956ع) ڇپرايو، تڏهن سنڌي زبان ۾ لکيل مهاڳ ۾ بيگلار خاندان جي تاريخ، مشاهيرن ۽ شجري کي واضح طرح سان نشانبر ڪيائين. راشدي صاحب هڪ ڪتبي جو عڪس ڏيندي سلطان مقيم جي ڌيءُ جي قبر جي تصوير بہ ڏني آهي. هن مائي صاحبہ جي ڪارنامن بابت ڪتاب خاموش آهن. هيءَ مزار پيلي پٿر جي آهي. قبر جي لوڙهہ (پيرانديءَ) کان ڪتبو اکريل آهي.

**سُلطانہ سورٺ:** فنڪاره سلطانہ سورٺ جو جنم شهدادپور ضلعي سانگهڙ ۾ 1977ع ڌاري ٿيو. سندس والد جو نالو محمد عيدن ملاح آهي. سلطانہ سورٺ موسيقيءَ جي سکيا پنهنجي اُستاد مرحوم موسيقار رجب علي رضا کان حاصل ڪئي، جنهن سلطانہ سورٺ کي پهريون ڀيرو متعارف ڪرايو. سلطانہ سورٺ پنهنجي فن جي شروعات سنڌ جي ثقافتي پوشاڪن سان (شازين خشڪ وانگي) ڪئي ۽



تمام گهڻو داد حاصل ڪيو. هن سال 1996ع ۾ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۽ پاڪستان ٽيليويزن سينٽر ڪراچي تي پڻ فن جو مظاهرو ڪيو اُن ڪانپوءِ لاهور ۽ اسلام آباد جي سينٽرن تي پڻ پروگرام ڪيا ۽ شهرت حاصل ڪئي. اُستاد رجب علي رضا کان سواءِ سلطانہ سورٺ، موسيقار غلام حسين کان پڻ تربيت حاصل ڪئي. سنڌ جي ڪُنڊ ڪڙڇ ۾ پنهنجي گائيڪيءَ ۽ انداز جي ڪري مشهور آهي.

**سلطانہ صديقي:** ناليواري پروڊيوسر سلطانہ صديقي، سنڌ جي هڪ اهم خاندان سان تعلق رکي ٿي. سندس والد جو نالو امداد محمد صديقي هو. سندس ڀائرن مان سنڌ يونيورسٽيءَ جو اڳوڻو وائيس چانسلر مظهرالحق صديقيءَ ۽ مشهور واپاري، صنعتڪار ۽ بينڪار جهانگير صديقي ڄاتل سڃاتل شخصيتون آهن. سلطانہ صديقي هن وقت پاڪستان ۾ 'هم ٽيليويزن' جي نالي سان خانگي ٽي. وي چئنل جي سربراهہ ۽ بورڊ آف ڊائريڪٽرز جي چيئر پرسن طور ڪم ڪري رهي آهي. سنڌ ۾ سندس شمار ڪامياب عورتن ۾ ٿئي ٿو. هن پنهنجي ابتدائي تعليم مڪمل ڪرڻ بعد گورنمينٽ گرلس اسڪول حيدرآباد (ميران اسڪول) مان مئٽرڪ ۽ زبيده ڪاليج حيدرآباد مان انٽر ڪرڻ ڪانپوءِ 65-1964ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ مان مذهبيات ۾ تقابلي مطالعي جي شعبي مان بي اي آنرز جو امتحان فرسٽ ڪلاس سيڪنڊ پوزيشن سان پاس ڪيو. ان ڪانسواءِ ان دور ۾ تقريري مقابلن ۽ ڊبيٽ ۾ لاڳيتو ٽي سال پهريون ۽ ٻيو نمبر کٽندي رهي. ڪيس سي.ايس.ايس ڪرڻ جو گهڻو شوق هو. پر شادي ٿيڻ سبب سندس تعليم جو سلسلو اڳتي وڌي نہ سگهيو. شاديءَ ڪانپوءِ هن پنهنجي لاءِ ٽي. وي جي شعبي جو انتخاب ڪيو. سندس پهريون پروگرام 'سرتين سٽ' هو، جيڪو 1984ع ۾ پاڪستان ٽيليويزن تان نشر ٿيو. جنهن ۾ هن ميزبانيءَ جا فرض سرانجام ڏنا. تنهن ڪانپوءِ جلد ئي پي. ٽي. وي ڪراچي سينٽر تان نشر ٿيندڙ ڪن سنڌي ڊرامن ۾ مکيہ ڪردار ڪري اداڪاريءَ جا جوهر پڻ ڏيکاريائين. ان ڪانسواءِ پاڪستان ٽيليويزن نيٽ ورڪ ۾ پروڊيوسر مقرر ٿي ۽ پروگرام مئنيجر ۽ سينئر پروڊيوسر جي حيثيت سان پڻ ڪم ڪري چڪي آهي.



سلطانہ صديقي عملي زندگيءَ کان علاوه سماجي زندگيءَ ۾ بہ ڪيترن ئي ادارن سان وابستہ رهي آهي، جن ۾: صدر سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن (خواتين شاخ)، ميڊيا وومن جرنلسٽ اينڊ پبلشرز آرگنائيزيشن جي صدر، جامعہ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ جي بورڊ آف گورنرس جي ميمبر، پاڪستان ۾ قائم دفاعي ۽ ڪاروباري پيشہ ور خواتين جي ڪميٽيءَ جي صلاحڪار ڪاميٽيءَ

جي ميمبر ۽ پاڪستان آرٽس ڪائونسل، ڪراچيءَ جي ميمبر شپ پڻ شامل آهن. هن پنهنجي عملي سفر ۾ بيشمار اوارڊ ۽ اعزاز پڻ حاصل ڪيا آهن. جن ۾ سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن پاران گولڊ ميڊل، صحافتي ادارن طرفان وومن آف دي ويزن اوارڊ (Women of the Vision Award) نگار اوارڊ، لطيف ادبي اوارڊ (نشان لطيف)، خديجة الڪبريٰ گولڊ ميڊل ۽ 2007ع ۾ 'صدارتي اوارڊ برائي حسن ڪارڪردگي' قابل ذڪر آهن.

سلطانه صديقي پاڪستان سميت بين ملڪن ۾ ٽيليويزن متعلق منعقد ٿيندڙ سيمينارن، ڪانفرنسن ۽ ورڪشاپن ۾ به وقت بوقت حصو وٺندي رهي آهي، جڏهن ته ڪيترن ئي قومي توڙي بين الاقوامي ڪانفرنسن ۾ خصوصي مقرر طور شرڪت پڻ ڪيائين. اسيءَ جي ڏهاڪي ۾ سندس شادي شفيع قريشيءَ سان ٿي. ان حوالي سان ڪجھ وقت سلطانه شفيع جي نالي سان سڃاتي وئي، پر اها شادي گھڻو وقت نه هلي سگھي. سلطانه صديقيءَ کي ٽن پٽن جو اولاد آهي، جيڪي ساڻس گڏ رهن ٿا ۽ پنهنجي والده جي ٽيليويزن چينل ۾ مددگار هئڻ سان گڏ پنهنجو ڪاروبار به ڪن ٿا. سلطانه سنڌ جي انهن ڪامياب عورتن مان هڪ آهي، جيڪي پنهنجي صلاحيتن سان پاڻ مڃائي اڳتي وڌن ٿيون.

**سلغاٽي** (ديھ): تعلقي ڪنڌ ڪوٽ جي هڪ ديھ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

فضل محمد حاجاڻو حضور بخش گشڪوري، احمد خان بگٽي، مير محمد بگٽي، جاني ڪنوهڙ نيو بگٽي، تاج محمد بگٽي، رحمان بگٽي ۽ اپڙيو مل هندو.

**سلفر**: سلفر امينو تيزاب جو هڪ جزو آهي، جنهن ڪري پروٽين (لحميات) ناهڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿو. ڪجھ انزائيم جو مقدار وڌي ويندو آهي. جيڪو جانورن جي چاري لاءِ نقصانڪار آهي. سلفر



ٻوٽن ۾ تيل ناهڻ ۾ مدد ڪري ٿو ۽ ڦري دار فصلن جي پاڙن ۾ ڳنڍيون ناهي ٿو. جڏهن ته حياتين ۽ ڪلوروفل ناهڻ ۾ پڻ مدد ڪري ٿو. زمين ۾ نامياتي ۽ سلفر جو مقدار 780 ملي گرام في ڪلوگرام ٿئي ٿو. سلفر زمين ۾ نامياتي ۽ غير نامياتي حالت ۾ ملي ٿو. صنعتي علائقن ۾ ٻيلل فصل پنن ذريعي سلفر ڊائي آڪسائيڊ جذب ڪندا آهن. ان ڪري ضرورت زمين ۾ پيل سلفر يا سلفر مليل ڪيميائي ڀاڻ جو استعمال سان پوي ٿو. سلفر مليل ڪيميائي ڀاڻ جهڙوڪ: امونيو سلفيٽ ۾ 24 سيڪڙو سلفر آهي. سنگل سپر فاسفيٽ ۾ 12 سيڪڙو سلفيٽ آف پوٽاشيم ۾ 18 سيڪڙو ٽرپل سپر فاسفيٽ ۾ 15 سيڪڙو ۽ نائٽرو فاسڪا مڪمل ڀاڻ ۾ 6 کان 7 سيڪڙو سلفر شامل آهي. ان کان علاوه جست واري ڀاڻ زنڪ سلفيٽ ۾ 36 سيڪڙو جست آهي ته 17.8 سيڪڙو سلفر ٿئي ٿو.

**سلمان طاهر، علامه**: معروف اسڪالر، دانشور سلمان طاهر 16 جولاءِ 1938ع تي ڳوٺ ستابو انيڙ تعلقي پنو عاقل ۾ ڄائو. ديني ۽ عربي تعليم ٽيڙهي، سرگوڌا، راولپنڊي ۽ بنوري ٽائون ڪراچيءَ مان حاصل ڪيائين. 1967ع کان 1977ع تائين جماعت اسلاميءَ جو امير پڻ رهيو. محمد بن قاسم ادبي سوسائٽي ۽ آبادگار بورڊ ۾ مختلف عهدن تي رهيو. 1978ع ۾ سنڌي هجري ڪائونسل جو ڪنوينر ٿي رهيو. مختلف وقتن تي آبادگار، نئين سوچ، المسلم، الفجر، نئين قيادت، ماهوار الرحيم، ماهوار الولي، ماهوار الهديٰ ۽ ماهوار الحماد جو ايڊيٽر به ٿي رهيو. ان سان گڏ هيءَ شاهه ولي الله اڪيڊميءَ جو ڊائريڪٽر به ٿي رهيو. ان حوالي سان بين الاقوامي اسلامڪ سيمينار لنڊن ۾ به شرڪت ڪيائين. ڇهه ڀيرا پاڪستاني وفد جي چيئرمين جي حيثيت سان عالمي اسلامي سيمينار ۾ شريڪ ٿيو. 1998ع ۾ حيدرآباد دڪن ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد عالمي سيمينار ۾ به شرڪت ڪيائين ۽ ڪيترن ئي ملڪن ۾ ليڪچر پڻ ڏنائين. هن علامه حضرت حماد الله جي خطبات ۽ ملفوظات کي پنجن جلدن ۾ قلمبند ڪيو. سندس لکيل ڪتابن ۾ 'ختم نبوت'، 'نور الابصار'، 'انقلاب جو نظريو ۽ جدوجهد'، 'انقلابي شعور'، 'محبوب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي مجلس ۾ اسلامي رياست جو تصور'، 'شخصيات ۽ تعليمات' ۽ 'اليڪشن جو ڊرامو' شامل آهن.

**سلمان فارسي رضہ**: فارس ملڪ جي جليل القدر اصحابي حضرت سلمان فارسي رضہ جي ڪنيت ابو عبدالله هئي. هو 'سلطان الخير' جي نالي سان به مشهور هو. سندس والد زرتشتي هو ۽ آتشڪدي جو مهتمم هو. سندس قبيلي جا ماڻهو 'الخيل الابلق' نالي گھوڙي کي پوڄيندا هئا، پر سلمان فارسي رضہ نه ٻاهه جي پوڄا ڪئي، نه ئي هو گھوڙي جي پوڄا ۾ ويساهه رکندو هو. سندس والد زميندار به هو، ان ڪري هن سلمان جي پيار ۽ احتياط سان پالنا ڪئي. هڪ ڀيري کيس والد زمين جي سارسنڀال لاءِ موڪليو. رستي ۾ هڪ گرجا گھر هو، جتي عيسائي عبادت ڪري رهيا هئا. سلمان کي سندن عبادت جو

نمونو پسند آيو ۽ گھڻيءَ دير تائين ڪين ڏسندو رهيو. جڏهن اهي عبادت کان فارغ ٿيا ته هن ڪين چيو ته آءٌ توهان جو مذهب پسند ڪريان ٿو. اوهان مون کي ان جي سکيا جو طريقو ٻڌايو. انهن ڪيس ٻڌايو ته شام ملڪ ۾ عيسائيت جو وڏو مرڪز آهي، هو اتي وڃي تعليم حاصل ڪري. سلمان دير سان گھر موٽيو ۽ سربستو احوال اچي پيءُ سان اوريائين. پيءُ سندس ڳالهين تي ناراض ٿيو ۽ سندس گھر کان ٻاهر نڪرڻ بند ڪري ڇڏيائين. هڪ ڏينهن ڪيس خبر پئي ته عيسائين جو هڪ قافلو ملڪ شام وڃي رهيو آهي. سلمان ڪنهن طرح گھران نڪري قافلي وارن سان گڏجي شام وڃي پهتو. جتي عيسائين جي ڪيترن پادرين کان عيسائيت جي تعليم حاصل ڪيائين. ڪيس هر پادريءَ ٻڌايو ته اهو معلوم ٿيو ته حجاز جي سرزمين تي نبي آخرالزمان اچڻو آهي، جنهن جي آمد کان پوءِ سمورا دين ختم ٿي ويندا ۽ ماڻهو ان دين جي پيروي ڪندا. آخري راهب کان اها ڳالهه ٻڌي، سلمان حجاز جي سفر جو ارادو ڪيو. ڪيس ان سفر ۾ ڪافي تڪليفون آيون. ڌاڙيلن جي ور چڙهيو. وڪرو ٿي هڪ غلام جي حيثيت ۾ وڃي حجاز جي سرزمين تي پهتو، اتي هر ڪليل ڇهري واري ماڻهوءَ کي، خاص ڪري اصحابن کي غور سان ڏسندو هو. آخرڪار سلمان، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن وٽ اچي پهتو. ٻڌايل نشانين مطابق هن سندن خدمت ۾ صدقي طور ڪجھ کارڪون پيش ڪيون. پاڻ ڪريمن اهي پنهنجي ساٿين ۾ ورهائي ڇڏيون ۽ پاڻ نه کاڌيون. سلمان کي نبوت جي هڪ نشاني درست معلوم ٿي، وري ٻئي ڀيري خدمت ۾ حاضر ٿي ڪجھ کارڪون هديو پيش ڪيائين ته پاڻ ڪريمن انهن مان ڪجھ کاڌيون ۽ ٻيون دوستن کي ورهائي ڏنيون. سلمان لاءِ نبوت جي ٻي نشاني به سچ ثابت ٿي. سلمان نبوت جي ٽين نشاني 'مهر نبوت' ڏسڻ لاءِ پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وسلم جن جي اڳيان پويان ڦيرا ڏيڻ لڳو ته پاڻ سڳورن پنهنجو ڪڙتو مبارڪ ڪلهن تان هٽائي فرمايو "اي سلمان! ڏس ۽ پڪ ڪر!"، سلمان کي 'مهر نبوت' ڏسي پورو يقين آيو ۽ سندن هٿ ۾ هٿ ڏئي ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيو. ان کانپوءِ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم، سلمان کي سندس مالڪ يهوديءَ جا مطالبا مڃي ڪيس غلاميءَ کان آزاد ڪرايو ۽ سلمان اصحاب صُفه سان رهڻ لڳو. پاڻ سڳورا حضرت سلمان رضه کي تمام گھڻو پيائيندا ۽ اهميت ڏيندا هئا. خندق واري مشهور غزوه (جنگ) ۾ ڪافرن جي لشڪر جي حملي کان بچاءَ لاءِ حضرت سلمان فارسي رضه جي مشوري سان خندق (کاهي) کوٽي وئي ۽ مسلمانن ڪنهن نقصان کان سواءِ ڪافرن کي پٺڻ تي مجبور ڪيو ۽ سوڀ حاصل ٿي. حضرت عمر فاروق رضه پنهنجي دور خلافت ۾ حضرت حذيفه بن يمان رضه کانپوءِ حضرت سلمان رضه کي 'مدائن' جو گورنر مقرر ڪيو. هن حضرت عثمان رضه جي خلافت واري دور ۾ مدائن ۾ ئي وفات ڪئي.

**سلوڪ**: 'سلوڪ' کي سنسڪرت ۾ 'اشلوڪ' چيو وڃي ٿو جنهن جي معنيٰ 'ڪهت، ڪهاوت، چوڻي، پچن، واٽي' ورتي وڃي ٿي. جامع سنڌي لغات ۾ آهي ته 'سلوڪ' جي معنيٰ سنسڪرت جي اشلوڪ سان نسبت رکي ٿي. سنڌيءَ ۾ سلوڪ سامي چين راءِ لنڊ جي ويدانت جي موضوع تي چيل بيتن کي سڏيو ويو آهي. هندو ڌرم جي قديم ڪتابن: ويدن، اپنشدن، مهاڀارت ۽ رامائڻ وغيره ۾ موجود رزميه داستانن جي شاعري چند وديا تي آڌارت آهي. انهن چندن، دوهن ۽ سورٺن کي 'اشلوڪ' سڏيو وڃي ٿو. شاهه لطيف جي شاعري بيتن ۽ واين تي مشتمل آهي. سلوڪ جي هيئت ۽ فني لوازمات سنڌي بيت جهڙا آهن، پر فڪري طور ويدن تي آڌاريل هئڻ ڪري، ساميءَ جي شاعريءَ کي 'سلوڪ' چيو وڃي ٿو. 'سامي' چين راءِ لنڊ کي سنڌي ڪلاسيڪل شاعري جي ٿمورتي ۾ شاهه ۽ سچل کانپوءِ وڏي ڪويءَ جي حيثيت حاصل آهي. سامي، اصل شڪارپور جو رهاڪو هو. ڀوهه جوانيءَ ۾ هن ويراڳ ورتو ۽ بهاولپور جي هڪ الله لوڪ سنت سوامي مينگهراج کي گرو ڪيائين. انهيءَ سنت جي توسط سان ڪيس ويدانت ۽ سنسڪرت جي ڄاڻ حاصل ٿي ۽ 'سامي' تخلص استعمال ڪيائين. ساميءَ جو هڪ سلوڪ نموني طور پيش ڪجي ٿو:

هيرو جنم نه هار، مورک من جي پاءِ تون،
ملي ساڌ سنگت سان، اوديا پرم نوار،
پنهنجو پاڻ سنڀار، ته سکي ٿئين سامي چئي.

جديد سنڌي شاعرن مان شيخ اياز 'سلوڪ' چئي ساميءَ کي پيتا ڏني آهي.

**سلھ**: (ڏسو: ٽي. بي جلد ٻيو).

**سلھاٽي**: تعلقي ڏوڪريءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:
مير جتوئي، علي حسن جتوئي، امير بخش ناريجو ۽ صدر جتوئي.

**سلھريا** (ذات): سلهريا قبيلي جو تعلق راجپوتن جي هڪ وڏي شاخ چندر ونسيءَ سان آهي، جنهن کي 'سوم ونس' به چوندا آهن. هن قبيلي جو ذڪر تاريخي ڪتابن، خاص ڪري 'تواريخ راجپوتان ملڪ پنجاب'، 'تواريخ اقوام ڪشمير' وغيره ۾ ملي ٿو. ٺاڪر ڪاهن سنگهه بلاوريه جي ڪتاب 'تاريخ راجپوتان' جلد پهرئين ۾ سلهريا قبيلي جي باري ۾ ڄاڻايل آهي ته 'رياست جموں' ۾ سلهريائي گھڻي تعداد ۾ آباد آهن، جيڪي ڪيترن ڳوٺن جا مالڪ، نمبردار ۽ ذيلدار آهن. جموں جي علائقي 'سلهر' وانگر پنجاب جي ضلعن گوداسپور ۽ سيالڪوٽ جي علائقي لسهر ۾ به هن قبيلي جي ڪافي آبادي آهي. لاهور شهر ۾ به شهرين جي واضح اڪثريت آهي. سلهريا ذات وارا بهلول لوڌيءَ جي اثر هيٺ مسلمان ٿيل چيا وڃن ٿا. هن وقت پاڻ کي منهاس، ٺاڪر، پٽي ۽ پاڳڙ (پاڳڙي) به سڏائين ٿا.

**سليٽ** (Slate): اکرن لکڻ لاءِ پٿر يا لوهه جي ڪاري تختي، جنهن تي ٻار کي پٿر جي قلم سان لکڻ سيکاريو ويندو آهي ۽ خوشخطي ڪرائي ويندي آهي ته جيئن ٻارن کي سٺن اکرن لکڻ جي عادت پوي. اڄ به ڳوٺن ۽ شهرن جي سرڪاري اسڪولن ۾ سليٽ استعمال ٿيندي آهي. لکڻ جو اهو پهريون ڏاڪو آهي.



پٽيءَ تي اکر سيکارڻ کانپوءِ ٻار کي سليٽ تي لکڻ سيکاربو آهي. پهرئين درجي جي شاگردن کي سليٽ گهڻ استعمال ڪرائبي آهي. سليٽ ٻئي درجي کان استعمال ڪرائبي آهي، جنهن تي سڌا ليڪا ڪڍي ٻارن کي اکرن جي سڌائي سيکاري ويندي آهي. اکرن جو درست خاڪو ٻارن کي سمجهائڻ لاءِ استاد پهرين بورڊ تي الف-ب لکندو آهي ۽ ٻار ان جو نقل سليٽ تي ڪندا آهن. پٽيءَ ۽ سليٽ تي ڪندا آهن. پٽيءَ ۽ سليٽ کان پوءِ ڪاپيءَ تي مشق ڪرائبي آهي. پر اڄڪلهه ڪاپين تي پينسل سان لکرائيندا آهن، نتيجي طور ٻارن جا اکر سٺا نه ٿا ٿين.

سٺن اکرن لاءِ سنڌيءَ ۾ هڪ چوڻي مشهور آهي ته "جنهن جا اکر چڱا، تنهن جا لڇڻ به چڱا".

**سليڪا مٽي** (Silica Sand): سليڪا، مٽيءَ جو هڪ اهڙو قسم آهي، جيڪو تقريباً سڄيءَ دنيا ۾ ملي ٿو. هن جو استعمال ڪيترن ئي ڪمن ۾ ٿئي ٿو جنهنڪري سڄيءَ دنيا ۾ سليڪا مٽيءَ جو وڪرو عام آهي.



سليڪا جو استعمال صنعتي عمل، شيشي ٺاهڻ، ڌاتُ جون شيون ٺاهڻ، سينڊ بلاسٽنگ کان ويندي رستن جي سطح جي بناوت ۾ ان جو استعمال ٿئي ٿو سليڪا جو سائنسي نالو Silicon Dioxide آهي، جنهن جو فارمولو $SiO_2$ آهي. موجوده دؤر ۾ شين جي اهم بناوت سبب ان جي اهميت تمام گهڻي آهي. بين الاقوامي سطح تي هن جو وڪرو انتهائي منافعي بخش آهي.

سنڌ ۾ به سليڪا مٽي مختلف علائقن مان ملي ٿي. دادو ۽ جنگشاهيءَ ڪانسواءِ حيدرآباد ۽ خيرپور ۾ پڻ ڪجهه مقدار ۾ لڌي وئي آهي، جڏهن ته ٺٽي بولاخان ۽ جام شوري مان ملندڙ 'چيرولي' مٽي، سيمينٽ ۽ پاڻ ٺاهڻ کان سواءِ ٻارن جا رانديڪا ٺاهڻ ۾ به ڪم ايندي آهي. هڪ ٻئي قسم جي ڪيميائي مٽي فلرسدارٽ آهي، جنهن مان ٿانو ٺهن ٿا، اها روهڙيءَ ۾ ملي ٿي.

سليڪا مٽي ڪارائتي شيءِ هئڻ سان گڏ ڪجهه اهڙن جزن جو مرڪب هئڻ سبب ڪن حالتن ۾ هن کي صحت لاءِ هاڃيڪار به قرار ڏنو ويو آهي، جنهن سبب استعمال وقت احتياط لازمي آهي. جهڙوڪ: اهڙا منصوبا، جتي سليڪا مٽيءَ جي ڪيميڪل جوڙجڪ ٿئي ٿي، يا جتي هن ذريعي ڌاتوئي شيون ٺهن ٿيون، يا مٽيءَ جي بلاسٽنگ جو عمل، اتي احتياط کان ڪم وٺڻ تمام ضروري آهي. اتي ماسڪ وغيره جو استعمال لازمي آهي. ٻيءَ صورت ۾ ڦڦڙن کي نقصان ٿيڻ جو خطرو موجود هوندو آهي يا اهڙي لاڳيتو بيماريءَ واري صورتحال جنم وٺي سگهي ٿي، جنهن کي Silicosis چئبو آهي، جنهن جو ڪو ترت علاج نه آهي، جنهن سبب ماڻهوءَ جو موت به واقع ٿي سگهي ٿو ان کان سواءِ Silicosis ٻين بيمارين کي به جنم ڏئي ٿي، جن ۾ ٽي. بي يا ڦڦڙن جو ڪينسر وغيره شامل آهن.

**سليڪان** (Silicon): زمين تي تمام گهڻي مقدار ۾ ملڻ وارو هي ٻيو نمبر عنصر آهي، جيڪو چيڪي مٽي ۽ جابلو مادن (سليڪيٽس) مان ٺهيل هوندو آهي. سليڪيٽس اهي مرڪب آهن، جيڪي ڌاتو آئنس، سليڪان ۽ آڪسيجن سان ملي ڪري ٺهن ٿا. سليڪان هڪ سيمي ڪنڊڪٽر جو ڪردار ادا ڪري ٿو اهو مائڪرو اليڪٽرانڪ ڪوجنائن ۽ ڪمپيوٽرن ۾ سيمي ڪنڊڪٽر طور استعمال ٿئي ٿو هي عنصر آزاد حالت ۾ نه ٿو ملي، پر هي مرڪبن جي شڪل ۾ ملي ٿو مثال طور: سليڪان ڊاءِ آڪسائيڊ ۽ سليڪٽس وغيره. خالص حالت ۾ جيڪو سليڪان ڊاءِ آڪسائيڊ ملي ٿو ان کي ڪوارٽز (Quartz) چئجي ٿو اهو واري ۽ فلنٽ جي شڪلين ۾ به ملي ٿو. فلنٽ اهي مرڪب آهن، جن ۾ قيمتي پٿرا (رنگ) شامل آهن، اهي پٿرا روزمره زندگيءَ ۾ استعمال ٿين ٿا. اهي پٿرا حقيقت ۾ غير خالص سليڪان ڊاءِ آڪسائيڊ جون مختلف شڪليون آهن. ڪجهه مشهور سليڪيٽس هي آهن:

**ايس بيس ٽاس:** گرمي جو اڻ پسرائيندڙ آهي ۽ باهه کان بچاءَ لاءِ استعمال ٿئي ٿو.

**گارينٽ:** زيورن، ريگ مال ۽ چٽسالي ۾ استعمال ٿئي ٿو.

**فيلڊ اسپار:** شيشي ۽ ريگ مال ۾ استعمال ٿئي ٿو.

**چيني مٽي:** چيني جي ٿانون ۾ استعمال ٿئي ٿي.

**ابرق:** بجلي جي تارن کي اڻپسرائيندڙ بڻائڻ ۽ وڌندڙ گرمي جي درجي

ڪي روڪڻ لاءِ استعمال ٿئي ٿو.

**ٽئلڪ:** چٽسالي ۾ استعمال ٿئي ٿو.

سليڪان، ڪاربان وانگر غير ڌاتو آهي، ان جو ائٽمي نمبر 14



آهي. ان جا هيري وانگر خوبصورت قلم ٿيندا آهن. ان جو رجڻ پد $1410c^{o}$ ۽ ٽهڪڻ $2080c^{o}$ آهي. سليڪان پاليمر ٺاهڻ ۾ استعمال ٿئي ٿو. پاڻيءَ ۾ اڻ ڳرندڙ غير عامل ۽ ربڙ وانگر سخت پاڻياٺ هوندي آهي. سليڪان پينٽ، وارنش، گريس ۽ پالش ٺاهڻ ۾ به ڪم اچي ٿو.

**سليم آباد:** اسلامي دور جو هي دڙو سليم آباد، تعلقي ڪنڊياري، ضلعي نوشهري فيروز ۾ آهي. هي ماڳ ڪنڊياري جي اتر- اوڀر ۾ آهي. آرڪيالاجي ڊپارٽمينٽ، شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور هن ماڳ جي شروعاتي تحقيق ڪئي. ماڳ کوٽيل ڪونه آهي. سليم آباد ساهتي پرڳڻي ۾ آهي، جيڪو اسلامي دور جو اهم پرڳڻو ليکيو ويجي ٿو. هتي جي آبهوا گرمين ۾ سخت گرم ۽ سردين ۾ ڪافي سرد آهي. هتي مينهن گهٽ پوي ٿو. هن پرڳڻي ۾ ٻيا ڪيترائي ماڳ موجود آهن. جهڙوڪ: پريا لڳ دڙو ۽ ڪوٽ وغيره. هتي بڪرجي دور جي وستيءَ جا نشان مليا آهن. هتان مليل وٿن ۾ ونڌيل، سادو، چٽيل، ڪرچيل ۽ ٺپيل ٺڪرانو ملي ٿو. جيڪو اسلامي دور جو آهي. ٺڪرتي سنها اپ ماپ جا ليڪا ۽ لڪيرون نڪتل آهن. پر ڪو گل، ٻوٽو ۽ حيواني يا انساني چٽ چٽيل ڪونه آهي. پر ٺپيل ٺڪر تي گل ٻوٽا ۽ حيوانن جون تصويرون ۽ چٽ به نڪتل آهن. چٽ، اروڙ ۽ بکر مان مليل ٺڪرائي سان پيٽڻ جهڙا آهن. هتي ڪن اڏاوتن جا آثار ملن ٿا، جو چوڏاري سِرن جا اڏڙ ٽڙيل پکڙيل آهن.

ممڪن آهي ته سليم آباد شايد ڪو سنڌڙ ڳوٺ يا بندر رهيو هجي، جتان ڪاٺ ۽ ڪپڙي جا جهاز پرجي ويندا هئا، جو هتي ساهتي پرڳڻي ۾ ٺهي شيون وافر هيون، پر اهڙي تصديق نه ٿي سگهي آهي.

**سليم اڪبر قاضي:** سنڌ جي ناميارِي صحافي سليم اڪبر ولد محمد اڪبر قاضيءَ جي جنم پومي ڪراچي آهي. هن فزڪس ۾ ماسٽرس جي ڊگري سنڌ يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪئي. شروعات ڪان

وٺي سنڌس لاڙو ادب ڏانهن هو. جنهنڪري هن عملي زندگيءَ جو آغاز ڪاروبار ڪرڻ بجاءِ صحافت جي پيشي سان ڪيو. هن صحافيءَ جي حيثيت سان حيدرآباد مان انگريزي هفتيوار اخبار 'سنڌ آبزور' جاري ڪئي، جيڪا حيدرآباد مان نڪرندڙ



انگريزي اخبارن جي تاريخ جو هڪ مثالي ۽ سونهري دور هو. انهيءَ عرصي دوران هن 'سنڌ نيوز' ڪڍڻ جو منصوبو پڻ تيار ڪيو. جيڪو گهڻي ڀاڱي مڪمل ٿي ويو. پر 'سنڌ نيوز' اخبار جاري ڪرڻ کان اڳ، 9 مئي 1985ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪري ويو. هن سنڌي صحافت جي دنيا ۾ بين الاقوامي طرز تي تبديلي آڻڻ ۽ سنڌ جي صحافت سان لاڳاپيل ماڻهن جي خوشحاليءَ کي پايه تڪميل تي پهچائڻ لاءِ 'سنڌ پرنٽنگ اينڊ پبليڪيشن هائوس' نالي هڪ ادارو تشڪيل ڏنو. ان ڪم کي پورو ڪرڻ لاءِ کيس تمام گهڻين مشڪلاتن ۽ آزمائشن مان گذرڻو پيو. هن اداري کي قائم ڪرڻ لاءِ مشين جو بندوبست ڪرڻ، عمارت تعمير ڪرائڻ ۽ سنڌي روزنامي جي تعارفي مهم هلائڻ ۽ اهڙن بين انيڪ مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ اڻٿڪ محنت ۽ جدوجهد ڪئي.

**سليم الزمان صديقي:** پاڪستان جو نامور ڪيميادان ۽ سائنسدان ڊاڪٽر سليم الزمان صديقي 1897ع ڌاري لکنؤ هندستان ۾ پيدا ٿيو. هن مئٽرڪ تائين تعليم مقامي سطح تي حاصل ڪئي ۽ 1919ع ۾ علي ڳڙهه مسلم يونيورسٽيءَ مان



گريجوئيشن ڪيائين. گريجوئيشن ڪرڻ ڪانپوءِ هن غير ملڪي يونيورسٽين مان به تعليم حاصل ڪئي. ان بعد هي 1928ع ۾ طبيه ڪاليج دهليءَ ۾ حڪيم اجمل سان گڏ ڊرگ ريسرچ انسٽيٽيوٽ ۾ ڪم ڪرڻ لڳو ۽ ڏهن سالن تائين ان اداري جو ڊائريڪٽر ٿي رهيو. هن مختلف ٻوٽن کي دوا طور استعمال ڪرڻ تي ڪافي تحقيق ڪئي ۽ مختلف دوائون ٺاهيون. هن جي ٺاهيل دوا 'اجملين' پوري دنيا ۾ مشهور ٿي ۽ هن ڪافي مقبوليت ماڻي. 1961ع ۾ پاڪستان نيشنل سائنس ڪائونسل قائم ٿي ته کيس ان جو پهريون چيئرمئن مقرر ڪيو ويو. ڊاڪٽر سليم الزمان رٽائر ٿيڻ بعد ڪراچي يونيورسٽيءَ جي ڪيمسٽري شعبي جو پروفيسر ريسرچ ڊائريڪٽر مقرر ٿيو. هن اتي حسين ابراهيم جمال فائونڊيشن جي تعاون سان ايڇ. سي. جي ريسرچ انسٽيٽيوٽ آف ڪيمسٽري جو بنياد وڌو. ڊاڪٽر سليم الزمان صديقي ڪيميا جي شعبي ۾ تحقيق دوران 300

جي لڳ ڀڳ مقالا لکيا ۽ 50 دوائن جا فارمولا ايجاد ڪيا. ڪيس ڪيميا جي شعبي ۾ تحقيق ۽ خدمت ڪرڻ تي ڪافي اعزاز ۽ اوارڊ مليا، جن ۾ ميمبر آف آرڊر آف برٽش ايمپائر، تمغه پاڪستان، ستاره امتياز، صدارتي تمغو براءِ حسن ڪارڪردگي، هلال امتياز وغيره شامل آهن.

ڊاڪٽر سليم الزمان صديقي 1997ع ۾ وفات ڪئي.

**سليم الله مخدوم، پاٽائي:** محقق ۽ اديب مخدوم سليم الله پهرين سيپٽمبر 1960ع تي مخدوم علي گوهر صديقي پاٽائيءَ جي گهر ۾ پاٽ شريف ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو. ميٽرڪ نور محمد هاءِ اسڪول مان ۽ انٽرميڊيئيٽ عائشه بواني ڪاليج ڪراچيءَ مان ڪيائين. بعد ۾ هن سنڌ يونيورسٽيءَ مان بين الاقوامي تعلقات ۾ 1986ع ۾ ايم. اي ڪئي. 1988ع ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي چٽاڀيٽيءَ جو امتحان پاس ڪيائين. هن وقت خوراڪ کاتي ۾ خدمتون سر انجام ڏئي رهيو آهي. علم ۽ ادب ڪيس ورثي ۾ مليو. هن ناياب قلمي نسخا هٿ ڪري سانديا ۽ سهيڙيا آهن.



سليم الله پاٽائي 'اداره پاٽ هائوس' قائم ڪري ڪتابن جي ڇپائيءَ جو ڪم شروع ڪيو. ان اداري مان ڇپايل ڪتابن مان ڪجهه هن جا پنهنجا لکيل به آهن، ڪجهه تي سندس مقدما لکيل آهن ۽ ايڊٽ ڪيل آهن، جڏهن ته ڪجهه شرحون ۽ ترجما پڻ آهن. انهن جا نالا هي آهن: (1) ڊبيٽ جو فن (مصنف: 1977ع)، (2) مخدوم بصرالدين جي سوانح ۽ رسالو (مصنف: 2003ع)، (3) انوار الاسرار تفسير (مقدمو، تشريح ۽ ايڊيٽنگ: 1998ع)، (4) عوارف المعارف (مقدمو ۽ ايڊيٽنگ)، (5) شرح قصيده برده (شرح ۽ مقدمو 2006ع)، (6) بياض واحدي (جلد 1 ۽ 2، مقدمو 2007ع)، (7) رسائل سيوستاني (2 جلد، مقدمو 2007ع)، (8) مخدوم فضل الله جو ڪلام (مصنف)، (9) مفتاح الصلواة (مقدمو: 2006ع)، (10) خزينة المخطوطات جلد-2 (مصنف: 2005ع)، (11) مخزن المخطوطات (مصنف: 2012ع)، (12) تفسير آلم (مقدمو)، (13) ڪشف الحقائق (مقدمو ۽ تحقيق)، (14) انساب مشائخ سيوستان (مصنف: 2005ع)، (15) المفيد في العدد الهندي (تحقيق ۽ مقدمو)، (16) تعليقات برهانپور ڪي سنڌي اوليا (مصنف: 2006ع)، (17) المڪتوب الحبيب (تحقيق ۽ مقدمو: 2006ع)، (18) گلزار ابرار (تحقيق ۽ مقدمو: 2009ع)، (19) تشبيهات رومي (مقدمو: 2006ع)، (20) معيار سالڪان طريقت (تحقيق ۽ مقدمو: 2010ع) شامل آهن.

هن وقت پاٽ شريف ۾ رهائش پذير آهي.

**سليمان تاجر:** سليمان تاجر ٽين هجري صدي/نائين عيسويءَ صديءَ ۾ مشهور عرب سياح ٿي گذريو آهي. هو هڪ عرب واپاري هو جيڪو عراق جي بندرگاهه بصره کان چين تائين واپار لاءِ ويندو هو. پوءِ هن هند ۽ سنڌ جي سڄي سامونڊي ڪناري جو واپار ڪندي سير ڪيو. هن گهمندي ڦرندي پنهنجو سفرنامو لکڻ شروع ڪيو، جيڪو 237هه/851ع ۾ پورو ڪيائين. سندس سفرنامو 'سلسلۃ التواريخ' جي نالي سان 1811ع ۾ پهريون دفعو فرينچ ترجمي سان پيرس مان ڇپيو، جنهن جو تنقيدي مقدمو فرانسيسي عالم رينو لکيو هو. سليمان تاجر جو سفرنامو ذاتي مشاهدي ۽ پرک جو نتيجو آهي، جنهن ڪي وڏي تاريخي اهميت حاصل آهي. هن پنهنجي سفرنامي ۾ سنڌ ۽ هند جي تهذيب ۽ تمدن، سياست ۽ معاشرت، راجائن ۽ حڪمرانن بابت ڏٺل ۽ ٻڌل حقيقتون بيان ڪيون آهن ۽ ان سان گڏ سنڌ ۽ هند جي سماجي، اقتصادي، معاشي ۽ معاشرتي حالتن جي پيٽ ڪري سنڌ ۽ هند بابت خوب لکيو آهي. هن لکيو آهي ته: "اهل هند ۽ اهل چين جو گڏيل بيان آهي ته دنيا ۾ فقط چار بادشاهه آهن. سڀ کان پهرين عرب جو بادشاهه، جيڪو ٻين بادشاهن جو بادشاهه آهي، ان کانپوءِ چين جو بادشاهه، تنهن کانپوءِ روم جو بادشاهه ۽ چوٿون هندستان جو راجا بلهرا ج آهي. ان کانپوءِ هن هند ۽ سنڌ جي ڪناري جي چئن بادشاهن جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن ۾ پهريون راجا بلهراج آهي، جيڪو سڀني راجائن جو بادشاهه آهي. جنهن جي فوج جو نمونو عربن جي فوج وانگر آهي. ٻيو گجرات جو بادشاهه راجا گجر آهي، جنهن جو ملڪ سمنڊ جي ساڄي پاسي آهي. هن وٽ چوپايو مال، تمام گهڻو آهي ۽ هن جا گهوڙا تمام مشهور آهن. ٽيون طافن جو راجا آهي، جيڪو تمام گهڻو صلح پسند آهي، چوٿون رهمي جو راجا آهي، جنهن وٽ تمام گهڻي فوج آهي ۽ پنجاهه هزار هاٿي آهن.

هن تجارت ۽ سامونڊي رستن جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته هندستان سامان ڪٽي وڃڻ لاءِ مسقط جو سامونڊي رستو اختيار ڪرڻو پوي ٿو. هو جهازن جي حوالي سان لکي ٿو ته يورپي جهازن جا تختا لوهي ڪلين سان جوڙيا ويندا هئا ۽ هندي سمنڊ وارن جهازن جا تختا ڏورين سان ڳنڍيا ويندا هئا. سامونڊي سفر جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته: "اهو سمنڊ، جيڪو هندستان، چين ۽ سرانديپ جي وچ ۾ آهي، ان ۾ وڏيون وڏيون مڇيون هونديون آهن. رات جو جڏهن ان سمنڊ ۾ جهاز هلن ٿا. تڏهن گهنڊ وڄائين ٿا، جيئن مڇيون جهاز جي رستي کان پري هٽي وڃن. هن پنهنجي اکين ڏٺو احوال بيان ڪندي لکيو آهي ته اسان هڪ ويهن هٿن واري مڇي ماري جنهن ڪي وهيل مڇي چيو وڃي ٿو. هو هتان جي تجارتي شين جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته: "هتي عنبر ۽ ناريل عام آهن، هتي سوٽي ڪپڙو تمام سٺو ٿئي ٿو جيڪو ٻئي ڪنهن به هنڌ نه ٿو ملي. هتان جي ٻيٽن ۾ سون، ياقوت، سمنڊ مان موتي ۽ سنک ملن ٿا.

سنڌ جي تاريخي، ڪپڙي ململ جي گهڻي ساراهه ڪئي آهي. هو لکي ٿو ته: سنڌ جا عرب واپاري گينڊن جا سڱ چين ۾ وڪرو ڪندا هئا.

سڱن جي صندوق جي قيمت ٽي هزار اشرفيون هوندي هئي. چيني سڱن تي تصويرون ڪڍندا هئا ۽ ڪي ڪاريگر سڱن مان تصويرون ٺاهيندا هئا. سنڌ جون ڪاٺ ۽ چمڙي جون ٺهيل پيتيون ٻاهر وڪرو ٿينديون هيون. جيڪي تمام خوبصورت هونديون هيون. سنڌ جي رسمن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته: ”شادين ۾ سوڪڙيون موڪلي ڏيندا هئا ۽ گهڻي خوشي ڪندا هئا.“ نياڻين کي ڏن دولت جام ڏيندا هئا. هو لکي ٿو ته سنڌي عورت سان بدڪاري ڪرڻ جي ڏوهه ۾ سخت سزا ڏيندا هئا. اگر عورت ۽ مرد ٻئي ڏوهه ۾ ملوث آهن ته ٻنهي کي قتل ڪندا هئا ۽ اگر مرد ملوث نڪتو ته ان کي قتل ڪيو ويندو هو. چوري جهيڙي يا ڪنهن ملڪيت تي قبضو ڪرڻ يا مال ڦٻائڻ واري کي به سخت سزا ڏني ويندي هئي. هو وڌيڪ لکي ٿو ته: هتان جي ڪن ماڻهن کي ٿي هٿ ڊگهيون ڏاڙهيون پڻ هونديون هيون. ڪنهن مائٽ جي مري وڃڻ تي ويجها مائٽ مڇون ۽ ڏاڙهي ڪوڙي ڇڏيندا هئا. هتان جا ماڻهو ڏنڊڻ ڏيڻ کان سواءِ ماني نه کائيندا هئا. چانور خاص خوراڪ هوندي هئي. مرد ۽ عورتون سون ۽ جواهر جا زيور پائيندا هئا. مردن جا لاش جلايا ويندا هئا. صندل، ڪافور ۽ زعفران لاش تي وجهندا هئا ۽ خاڪ کي هوا ۾ اڏائي ڇڏيندا هئا. اگر ڪو راجا مرندو هو ته ان جون راڻيون پاڻ کي ماري ڇڏينديون هيون. هن جوڳين ۽ تارڪ الدنيا ماڻهن بابت لکيو آهي ته ڪيترائي اهڙا ماڻهو پڻ هوندا هئا، جيڪي جبلن ۽ جهنگن ۾ گهمندا رهندا هئا، بک ۾ گاهه، پن يا جهنگ جا ميوا کائيندا هئا. سليمان تاجر جو لکيل سفرنامو ’سلسلۃ التواريخ‘ تمام گهڻو مشهور آهي.

**سليمان خان ٽالپر**: مير سليمان خان ٽالپر خيرپور رياست جي باني مير سهراب خان ٽالپر جو ٽيون نمبر پٽ هو. هي پنهنجي وقت جي اميرن مان هڪ هو. هي وڏو دورانديش ۽ هر دلعزيز انسان هو. مير سليمان خان ڪلهوڙن خلاف هالاڻيءَ واري جنگ ۾ شامل هو پر اڳتي هلي هو الڳ ٿي ويو. هن کي چار پٽ هر هڪ مير محمد خان، مير غلام شاهه خان، مير حيدر خان ۽ مير علي مراد خان ناليا ٿيا، جن مان مير محمد خان ڪانسوءِ باقي سڀ بي اولاد مري ويا. مير محمد خان کي مير الله ڏني نالي هڪ پٽ هو، جنهن جو اولاد اڄ تائين راهوجن جي ڳوٺ ۾ آهي.

مير سليمان خان 1256هه/1840ع ۾ وفات ڪئي.

**سليمان خان لنڊ**: سليمان خان لنڊ، گهنور خان جو همعصر ۽ هم قبيلائي جاگيردار هو. گهنور خان لنڊ ڪانپوءِ سليمان خان لنڊ کي ميان نصير محمد ڪلهوڙي آراڙيءَ واري علائقي ۾ وڏي جاگير ڏني، جيڪا پٽ سليمان جي نالي سان مشهور آهي. هن علائقي ۾ پنهورن جو زور هو. ميان نصير محمد ڪلهوڙي، گهنور خان ۽ سليمان خان جي مدد سان هن علائقي مان پنهورن جو زور ٽوڙيو ۽ اتي هنن لنڊ سردارن کي سار سنڀال لاءِ جاگيرون ڏنيون. سندس وفات روايتن موجب 80 سالن جي ڄمار ۾ ٿي. هن کي جنهن قبرستان ۾ دفنايو ويو، سو اڄ به سندس نالي پٺيان سڏجي ٿو.

**سليمان شاهه لڪياري**: هي سنڌ جو صوفي شاعر ٿي گذريو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪتاب ’ڪافيون‘ موجب سيد سليمان شاهه لڪياري ساداتن مان هو. موري تعلقي جي پرڻ ڳوٺ ۾ ڄائو. پوءِ لاڏي اچي جعفر وگڻ جي ڳوٺ ۾ ويٺو ۽ ان بعد ٻروچ ڏاهري ڳوٺ ۾ رهيو. وڏيءَ همت وارو هرهاري هو ۽ ٻولکي واهه تي نار چاڙهيندو هو. پير پاڳاري حزب الله شاهه جو سچو معتقد ۽ حر مريد هو. ڳوٺ کان درگاهه تائين پيادل ويندو هو. سليمان شاهه عبادت ۽ سخاوت ۾ به پنهنجو مٽ پاڻ هو. سندس طالبن ۽ مريدن مان ميانداد فقير لغاري وڏو درويش ٿي گذريو آهي، جنهن جي خانقاهه ڪوٽ ميرن تعلقي روهڙيءَ ۾ آهي. علي بخش فقير ڏاهري، دودو فقير ڏاهري ۽ ٻيا پڻ سليمان شاهه جي مريديءَ مان درويش ٿيا. سندس 43 ڪافيون مختلف ڪتابن جي قلمي نسخن ۾ آهن.

سليمان شاهه لڪياريءَ، 10 رجب 1313هه/ 27 ڊسمبر 1895ع تي وفات ڪئي. سندس مزار مرزان ڏاهريءَ جي ڳوٺ ۾ آهي. سندس ڪافي نموني طور پيش ڪجي ٿي، جيڪا سنڌ جي مشهور راڳي ڀڳت ڪنورام ڳائي هئي، ان ڪانپوءِ سنڌ جي ڪيترن ناليوارن ڳائڻن ڳاتي آهي:

ڪيئن ريجهايان توکي، ڪيئن پرچايان،
ڏس ڪو ڏانءُ
اڄ تہ پيارل ڪريون پرچاءُ،
ساڻ ’سليمان‘ جي ٿئي سرچاءُ،
لائق ناهيان تہ ٻي ٽنهنجڙي آهيان...

**سليمان شيخ، ڊاڪٽر**: ناليوارو سماج سڌارڪ، اديب ۽ تعليمدان محمد سليمان ولد محمد حسن شيخ، 9 فيبروري 1942ع تي هالا ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي ۽ ثانوي تعليم هالا ۽ انٽرميڊئيٽ گورنمنٽ ڪاليج ڪاري موري حيدرآباد مان پاس ڪرڻ بعد، ايم. بي. بي. ايس. لياقت ميڊيڪل يونيورسٽي ڄامشوري مان ڪيائين. ان ڪانسواءِ ڊي. اي (1969ع)، اينسٿيسيالاجيءَ ۾ ايم. سي. پي. ايس (1970ع)؛ اڪيوپنڪچر- ڊپلوما (بيجنگ: 1975ع)؛ سنگاپور مان فيلوشپ (1987ع)، ايم. ايس (1991ع)؛ اي. ايم. پي (1995ع) ۽ پي. ڊي. ايم (1995ع) منيلا مان ڪيائين.



ڊاڪٽر سليمان شيخ 1967ع کان 1972ع تائين سنڌ جي مختلف اسپتالن ۾ ميڊيڪل آفيسر رهيو. پوءِ ڪجهه عرصو ڪنسلٽنٽ اينسٿيٽسٽ طور لبيا جي هڪ اسپتال ۾ ڪم ڪيائين. 1973ع کان 1976ع تائين لياقت ميڊيڪل اسپتال ۾ چيف اينسٿيٽسٽ ٿي رهيو ۽ پوءِ 1976ع کان 1993ع تائين جناح اسپتال ڪراچيءَ ۾ اسسٽنٽ پروفيسر طور

سليمان عليہ السلام

خدمتون سرانجام ڏنائين. انهيءَ عرصي دوران هي 1985ع کان 1993ع تائين پاڪستان ڪاليج فار اڪيوپنڪچر سائنس جو ڊين ۽ پاڪستان سوسائٽي فار اينسٽيسيالاجسٽس جو سيڪريٽري جنرل (1984ع) پڻ رهيو.

ڊاڪٽر سليمان شيخ 'سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن' (سگا) جو باني آهي. هن تنظيم کي سنڌ ۾ تعليم، صحت جي سڌارن ۽ فلاحي ڪمن جي مقصدن تحت اڄ تائين سرگرم رکيو آهي. هي ننڍپڻ کان ادبي ۽ سماجي سرگرمين ڏانهن مائل رهيو. شروع ۾ هي 'غازي' ۽ 'سرمد سنڌيءَ' جي قلمي نالن سان به لکندو رهيو. نثر ۾ افسانا، سفرناما، مضمون پڻ لکيا اٿس، پر سندس خاص سڃاڻپ ڊاڪٽر، سماجي خدمتگار ۽ سڄاڻ دانشور طور آهي. هي مختلف تنظيمن جو عهديدار ۽ ميمبر پڻ رهيو آهي. 1988ع کان 1990ع تائين روشن تارا اسڪول مئنيجمينٽ جو سيڪريٽري تعليم؛ مهراڻ ايجوڪيشنل فائونڊيشن جو باني ميمبر؛ 1994ع کان 1998ع تائين ايس. پي. او (SPO) جو چيف ايگزيڪيوٽو؛ 1998ع کان 2009ع تائين ٽرڊيپ رورل ڊيولپمينٽ جو چيئرمئن؛ 1999ع کان 2007ع تائين 'سنڌ رورل سپورٽ پروگرام' (SRSP) جي بورڊ آف ٽرسٽيز جو چيئرمئن؛ 2001ع کان 2003ع تائين ۽ آغا خان اسپتال جي بهبود سوسائٽيءَ جي ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ جو ميمبر پڻ رهي چڪو آهي.

ڊاڪٽر سليمان شيخ جي ڇپيل ڪتابن ۾: (1) اکڙيون اڃايون (1964ع)، (2) انسان جا پر اسرار دشمن (1974ع)، (3) سون ورني ڌرتي (1976ع)، (4) Anesthesia for Medical Students (1976ع)، (5) 'ويهه مَر وساريج' (1978ع)، (6) گلن جهڙا ٻارڙا (1978ع)، چمڙيءَ جون بيماريون (1982ع) وغيره شامل آهن.

پاڻ هن وقت به 'سگا' جو چيئرمئن آهي. ان کانسواءِ زئبسٽ (SZABIST) جي چيف ايگزيڪيوٽو ۽ بورڊ آف ٽرسٽيز جي سيڪريٽريءَ طور به خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي. کيس سماجي خدمتن جي مڃتا طور پاڪستان توڙي پاڪستان کان ٻاهر مختلف فورم تي گولڊ ميڊل، سلور ميڊل، مختلف اوارڊ ۽ سندون ملي چڪيون آهن.

**سليمان عليہ السلام**: حضرت سليمان عليہ السلام هڪ مشهور پيغمبر هو. پاڻ حضرت دائود عليہ السلام کانپوءِ بادشاهه بڻيو ۽ بني اسرائيلين تي حڪومت ڪيائين. حضرت سليمان عليہ السلام جو قرآن شريف ۾ ڪيترين سورتن ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي. جيئن: سورة البقرة، النساءِ، الانعام، الانبياءِ، النمل، صبا ۽ ص. حضرت سليمان عليہ السلام بنيِ اسرائيل جي دشمنن کي جلدي هيسائي هڪ وڏي حڪومت قائم ڪري ورتي. جنهن هيڪل کي حضرت دائود عليہ السلام اڌورو ڇڏي ويا هئا، ان جي تعمير حضرت سليمان عليہ السلام پاڻ مڪمل ڪرائي. پاڻ علم، حڪمت، فهم ۽ فراست ۾ تمام وڏو مقام رکندو هو. مقدمن جي فيصلن ۾ سندس مقابلو ڪو به نه ڪري سگهندو هو. ملڪ جا سمورا معاملا ۽ فيصلا توريت جي شريعت مطابق ڪيندا هئا. قرآن مجيد ۾ سندس درجو انبياءَ جي شان مطابق ٻڌايو ويو آهي. قرآن مجيد ۾ سندس ڪجهه خاصيتن جو ذڪر ڪجهه هن طرح سان آيل آهي: "اسان هوا کي سليمان عہ جي تابع ڪري ڇڏيو جو ان جي صبح جي منزل مهيني پر جو رستو ۽ پڻ شام جي منزل مهيني تائين جو رستو هوندي هئي ۽ ان جي لاءِ پگهريل ٽامي جو چشمو جاري ڪري ڇڏيو هو. جنهن کي سانچن ۾ وجهي جن وڏا وڏا ٿانو (ديڳيون، ٿالهه، شمعدان وغيره) ٺاهيندا هئا" (الانبياءَ 12-13). هن دؤر ۾ ايلات جي بندرگاهه جي اوسي پاسي ۾ انهن بنين جا نشان لڌا ويا آهن. حضرت سليمانؑ بابت قرآن مجيد ۾ هي ذڪر پڻ آيو آهي ته ان پنهنجي ۽ پنهنجي خاندان تي خدا پاڪ جون نعمتون ڳڻيندي چيو هو ته: "کيس جانورن جون ٻوليون سمجهايون ويون هيون." حضرت دائود عليہ السلام ڪجهه فيصلا سندس مشوري سان پڻ ڪيا. حضرت سليمان عليہ السلام چاليهه سال حڪومت ڪئي.

جڏهن حضرت سليمان عليہ السلام کي هدهد پکيءَ جي ذريعي هن ڳالهه جي خبر پئي ته ملڪ سبا وٽس اچي رهي آهي ته کيس خواهش ٿي ته ان جي پهچڻ کان اڳ ۾ ان جو تخت هتي پهچي. تڏهن هڪ وڏي جن کيس چيو ته: "توهان جي اٿڻ کان اڳ ۾ تخت کڻي ايندس." پر هڪ ٻيو شخص جيڪو ڪتاب جي علم جو ڄاڻو هو، چوڻ لڳو ته: "آءٌ اک ڇنڀ ۾ کڻي حاضر ڪندس." پاڻ ان کي اجازت ڏنائون ۽ اک ڇنڀ ۾ تخت پنهنجي سامهون ڏنائون ۽ الله پاڪ جو شڪر بجا آڻيندي فرمايائون ته: "احسان ان پاڪ ذات جا، جنهن مون کي اهڙو اقتدار عطا ڪيو" (سورة النمل 38 کان 41). مفسر هن واقعي کي وڏو معجزو چون ٿا. جنن جي مخلوق حضرت سليمان جي تابع هوندي هئي ۽ جن سندس ڪيترائي حڪم بجا آڻيندا هئا. انهيءَ ڳالهه جو ذڪر 'سورة سبا' ۽ 'سورة ص' ۾ آيو آهي. ڪوبه جن فطري طرح سرڪش هجڻ جي باوجود سندس فرمان جي نافرماني نه ڪري سگهندو هو. حضرت سليمان عليہ السلام جي وفات 53 سالن جي عمر ۾ ٿي، پر ڪجهه روايتن ۾ سندس عمر 62 سال پڻ ٻڌايل آهي. سندس وفات جي باري ۾ قرآن مجيد ۾ هن طرح آيل آهي ته: "پاڻ هڪ هيڪل تعمير ڪرائي رهيو هو. سندس معمول هو ته پاڻ لٺ تي ٽيڪ ڏئي بيهي الله پاڪ جي عبادت ڪندو هو. اهڙي طرح ٽيڪ جي صورت ۾ سندس انتقال ٿي ويو، پر سندس جسم مبارڪ لٺ جي ٽيڪ تي بيٺو رهيو. جنهنڪري هيڪل جي تعمير جو ڪم تيزيءَ سان جاري رهيو جيڪڏهن جنن کي سندس وفات جي خبر پوي ها ته جيڪر اهي هيڪل جي تعمير جو ڪم ڇڏي ڀڄي وڃن ها. ڇاڪاڻ ته جن فقط حضرت سليمان عليہ السلام جو حڪم مڃيندا هئا، پر سندن وفات جي خبر جنن کي ڪونه پئي. ڪيترن مهينن گذرڻ کانپوءِ سندس لٺ کي اڏوهيءَ کائي ڪوکلو ڪري ڇڏيو ۽ ٽيڪ ختم ٿيڻ سبب پاڻ زمين بوس ٿيو تڏهن وڃي ماڻهن کي خبر پئي ته پاڻ وفات ڪري ويو آهي. هن واقعي کانپوءِ جنن هن ڳالهه جو اقرار ڪيو ته هو غيب جو علم نه ٿا ڄاڻن.

**سليمان قاضي، ڊاڪٽر**: ڊاڪٽر محمد سليمان 13 جنوري 1902ع تي قاضي دوست محمد جي گھر ۾ جنم ورتو. پاڻ موري مان سنڌي چار درجا پڙهڻ بعد نوشهري مدرسي ۾ 1914ع ۾ پهريون درجو انگريزي پڙهڻ ويٺو ۽ 1920ع ۾ ڇهه درجا انگريزي پاس ڪيائين. گورنمينٽ طرفان مليل اسڪالرشپ تي وٽنري ڪاليج بمبئي ۾ تعليم حاصل ڪرڻ ويو. جتان 1923ع ۾ (G.B.V.C) ۾ گريجوئيشن فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين. ان ڪانپوءِ 28 مئي 1923ع تي ڪراچيءَ ۾ جانورن جي اسپتال ۾ وٽرنري ڊاڪٽر مقرر ٿيو ۽ 1946ع تائين مختلف اسپتالن ۾ نوڪري ڪندو رهيو. سنڌ سرڪار ڪيس پوسٽ گريجوئيٽ ڪورس لاءِ مڪتيسر بريلي موڪليو. جتان 27 آگسٽ 1946ع تي واپس آيو. 1948ع ۾ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر اينيمل هسبينڊري سکر مقرر ٿيو ان ڪانپوءِ پاڻ لوئر سنڌ جو اسسٽنٽ ڊائريڪٽر پڻ رهيو.

قاضي سليمان 13 جنوري 1958ع تي نوڪريءَ تان رٽائر ٿيو ۽ 13 فيبروري 1958ع تي ڳوٺ سڪرنڊ ڪاٽي پاران (V.A.T) انسٽيٽيوٽ ٽنڊي ڄام ۾ انسٽرڪٽر طور مقرر ٿيو جتي جانورن جي طب پڙهائڻ لڳو. ان دوران پولٽري فارم جو انچارج به رهيو. 13 آگسٽ 1959ع تي ڏيڍ سال نوڪري ڪرڻ بعد واپس موري آيو ۽ اتي خانگي اسپتال کوليائين. هڪ سماجي تنظيم طرفان ڳوٺ سڪرنڊ رسالو جاري ٿيو ته ان ۾ مال جي بيمارين متعلق مضمون لکيائين. ان ڪان سواءِ سنڌس 80 صفحن تي مشتمل 'ترجو گشت' نالي ترجو سفرنامو ۽ 'مڪتيسر بريلي کان لاهور تائين' جو سفرنامو پڻ لکيل آهي. قاضي سليمان جو لڳاءُ شعرو شاعريءَ طرف پڻ هو. سنڌس شاعريءَ ۾ بحروزن جي پختگي پڻ نظر اچي ٿي. هيءُ ڇهين جون 1968ع تي 66 ورهين جي ڄمار ۾ موري ۾ وفات ڪري ويو.

**سليمان هندي فقير**: ڊاڪٽر محمد علي مانجهي پنهنجي ڪتاب 'صوفي شاهه عنايت شهيد ۽ سنڌس سلسلي جا شاعر' ۾ لکي ٿو ته خليفو سليمان هندي فقيرن جو اڳواڻ هو. جيڪي پنج سو هندي فقير جٿي جي صورت ۾ سنڌس اڳواڻيءَ ۾ صوفي شاهه عنايت وٽ ميرانپور ۾ آيا هئا. سيئي هندي فقير هن بزرگ جي اڳواڻيءَ ۾ رهندا هئا. انيس السالڪين جو صاحب لکي ٿو ته هي بزرگ اهڙو ته مجاهديءَ جو صاحب هو جو هڪ هنڌ واريءَ تي ويهندو هو ته واري مٿانئس وسي ڍڙا ٿي ويندي هئي. هي خليفو آخر پنهنجي هين فقيرن سان گڏ 1130هه/ 1717ع ۾ شهيد ٿيو.

**سليم پتو 'لطيفي'**: مشهور لطيف شناس، سليم پتو ولد حاجي محمد عظيم پتو پهرين آڪٽوبر 1961ع تي ڳوٺ هيلي پٽڻ، تعلقي خيرپور ناٿن شاهه، ضلعي دادوءَ ۾ پيدا ٿيو هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪئي، مئٽرڪ ميهڙ مان 1976ع ۾ ڪيائين، انٽر 1978ع ۾ خيرپور ناٿن شاهه مان ڪرڻ بعد بي. اي (1982ع) ۽ ايم. اي انگريزي (1985ع) سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. ڪجهه وقت جونيئر اسڪول ٽيچر رهيو. 1985ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي انگريزي شعبي ۾ ليڪچرار ٿيو. 1987ع ۾ سي. ايس. ايس مقابلي جو امتحان ڏئي ايڪسائيز کاتي ۾ E.T.O طور ڪراچيءَ جي لياريءَ واري علائقي ۾ مقرر ٿيو هن وقت پراپرٽي ٽيڪس جو ڊائريڪٽر آهي.

سليم پتي لطيفيءَ جو ننڍي هوندي کان وٺي پڙهڻ ۽ لکڻ سان لڳاءُ هو. شاهه لطيف جي سُرمارئيءَ تي لکيل سنڌس پهريون مضمون 1988ع ۾ روزاني اخبار 'عوامي آواز' ۾ ڇپيو ان ڪانپوءِ هن شاهه لطيف جي ڪلام تي ڪم ڪرڻ لاءِ شاهه جي فقيرن: فقير محمد جمن مگٺهار (ٺٽو)، مبارڪ لغاري، مگيلڏي لغاري (ٽنڊو محمد خان)، محمد عمر



جوکيي (ٺٽو)، سلطان احمد چانڊيي (ميرپور بٺورو) ۽ ٻين سان لڳاتار ڪچهريون ڪيون. شاهه سائينءَ جا اڻڇپيل بيت هٿ ڪرڻ جي دعويٰ ڪئي، ان لاءِ هُو پيرا هندستان به ويو. شاهه لطيف سان عقيدت ۾ ئي هن پاڻ کي 'لطيفي' سڏرائڻ شروع ڪيو هي لطيفيات بابت تحقيقي مضمون لکڻ سان گڏ 'لطيفيات' تي ليڪچر به ڏيندو رهيو آهي. هو شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر ڪراچي يونيورسٽيءَ جي پراجيڪٽ انسائيڪلوپيڊيا آف شاهه عبداللطيف جي ايڊيٽوريل بورڊ جو ميمبر به آهي. هن مهراڻ ٽي. وي، سنڌ ٽي. وي سميت مختلف ٽي. وي چئنلن تي لطيف شناسيءَ جي حوالي سان ڪيترا پروگرام ڪيا آهن.

2004ع ۾ ٻارڙن لاءِ ماهوار رسالو 'اندلٺ' جاري ڪيائين. ان کان اڳ 1992ع ۾ ڪراچيءَ مان ماهوار 'پورب' ۽ 1996ع ۾ ماهوار 'جاڪوڙ' جاري ڪيائين، جن ۾ لطيفيات سان گڏ ٻين موضوعن تي مواد شامل هوندو هو. 2008ع ۾ رسول بخش جتوئيءَ سنڌس آواز ۽ ترتيب ۾ 'درس لطيف' جي عنوان سان ڊي. سي. ڊيون رڪارڊ ڪيون.

سليم پتي لطيفيءَ هن وقت تائين لطيف جا ڪيترائي نوان بيت هٿ ڪيا آهن. سنڌس ڇپيل ڪتابن ۾ 'شاهه سائين جي شاعريءَ جو جديد فڪر' (1990ع)، 'Shah Abdul Latif Bhittai- A star just before the down' (1992ع)، 'شاهه جي شاعريءَ جو سچ' (1993ع)، 'Horizons of shah latif poetry' (1994ع)، 'لات جا لطيف جي' (1994ع)، 'حقيقت هن حال جي' (چار جلد: 1995-97ع)، 'هھڙا سيڻ سڏير' (2003ع)، 'قدر ڪيميا ان جو' (2005ع)، 'اسان جو شاهه لطيف' (5 ڪتابڙا، جيڪي 'سگا' جي اسڪولن ۾ چوٿين ڪان اٺين تائين ڪورس ۾ پڙهيا ويندا هئا: 2009ع)، 'شاهه سائينءَ جي ڇپيل ۽ اڻڇپيل رسالن جو تحقيقي ۽ تنقيدي اڀياس' (2007ع)، 'شاهه جي شاعريءَ ۾ سنڌ جا هنر' (ڊاڪٽر الله رکئي ٻٽ سان گڏيل: 2008ع)، 'سائو هلن سامهان' (2009ع)، 'ڳالهه پريان جي ڳُجهه جي' (2013ع) شامل آهن.

**سليمت هاليپوٽو**: مائي سليمت هاليپوٽو، اٽڪل 80 ورهيه اڳ ننگرپارڪر تعلقي جي ڳوٺ تڳوسر ۾ پيدا ٿي. سندس والد جو نالو عبدالرئوف هاليپوٽو هو. مائي سليمت چوپائي مال جي ڏاهپ ۾ ٿر جي هڪ ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين ماهر طور سڃاتي وڃي ٿي. هوءَ ڪنهن يونيورسٽيءَ جي تعليم يافته هجڻ جي شرف کان محروم هئڻ باوجود چوپائي مال جي سمورين بيمارين جي تشخيص ۽ علاج ڪري ٿي ۽ سڄي ٿر جا مالدار ماڻهو پنهنجو اڳهو مال ڪيس ڏيکارڻ لاءِ ڪوهن تان ڪاهي تڳوسر اچن ٿا. هن ڏاهيءَ مائيءَ کي اها وڇا سندس چاچي مهراڻ کان ملي. هن پنهنجي سڄي حياتي هن فن کي ارپي ڇڏي آهي. انهن خدمتن جي مڃتا طور، 1985ع ۾ اُن وقت جي وزيراعليٰ سنڌ سيد غوث علي شاهه ڪيس سندس اعليٰ ڪارڪردگيءَ جي مڃتا طور اوارڊ ڏنو هو.

**سليم جعفر**: پاڪستان جي نامياري شاعر ۽ محقق سليم جعفر، 10 جون 1884ع تي جئپور ۾ جنم ورتو. هن جو اصل نالو حبيب الله قريشي هو. جڏهن ته هي ادبي نالي بديش سان به لکندو هو. ڪيس ڪيترين مشرقي ٻولين تي عبور حاصل هو. سندس شايع ٿيل ڪتاب 'گلزار نظير' قابلِ ذڪر آهي، جڏهن ته سندس اڻ ڇپيل ڪتابن ۾ 'اردو قاعدو'، 'مقالات عروضي'، 'تصوير حسن'، 'ڪلام ڪبير'، 'شواهد نظير'، 'فلسفه مالا يعلم' ۽ 'تحقيق اللغات' شامل آهن. هي 1960ع کان ميرپورخاص ۾ رهائش پذير آهي.

**سليم سرهندي**: محمد سليم فاروقي مجددي ڳوٺ ٽنڊي سائينداد ضلعي حيدرآباد ۾ 1327هه/ 1909ع ڌاري ڄائو. هيءُ پنجن سالن جو هو ته سندس والد وفات ڪري ويو، ان کان پوءِ پنهنجي ناني، مشهور بزرگ محمد حسن جي تربيت هيٺ رهيو.



سليم سرهنديءَ جو تعلق جيئن ته سرهندي پيرن جي گهراڻي سان آهي ۽ هن خاندان جو انگريزن جي زماني ۾ سرڪار سان ڪنهن به قسم جو لاڳاپو نه هو ۽ سندن خاندان ۾ انگريزي پڙهڻ کي چڱو نه سمجهيو ويندو هو. تنهنڪري هن ابتدائي طور فارسي ۽ عربيءَ جي تعليم حاصل ڪئي. اعليٰ تعليم لاءِ اجمير شريف جي نامور عالم مولانا معين الدين وٽ رهيو جتان پنجن سالن ۾ درس نظاميءَ جي تڪميل ڪيائين. هن کي ننڍي هوندي کان ئي شعر و شاعريءَ سان رغبت هئي، ان جي بدولت سترهن ورهين جي ڄمار ۾ شاعري ڪرڻ شروع ڪيائين، شعر جي اصلاح پنهنجي مامي عبدالستار جان سرهنديءَ کان ورتائين. سندن خاندان ۾ فارسي زبان جو واهپو تمام گهڻو هو، ايتري قدر جو سندن وچ ۾ لکپڙهه به فارسيءَ ۾ ڪئي ويندي هئي، ان ڪري سندس ٻوليءَ تي به فارسي جو اثر نمايان نظر اچي ٿو. هيءُ 1934ع ۾ طب جي تعليم حاصل ڪرڻ جي خيال سان ٻيهر اجمير شريف ويو ۽ حڪيم نظام الدين کان حڪمت سکيو ۽ طبابت ڪيائين.

اجمير شريف ۾ رهڻ دوران هن ڪيترن ئي ڪتابن جو مطالعو ڪيو ۽ موزون شعر چوندو رهيو. سندس ڪلام ان وقت جي اخبارن جهڙوڪ: 'معين' (اجمير)، 'همايون' (لاهور)، 'رياض' (ڪراچي) وغيره ۾ شايع ٿيندو رهيو.

هن ماٺليءَ ۾ پنهنجو طب خانو کوليو ۽ حڪمت جي ڌنڌي ۾ مشغولي سبب ڪلام چوڻ گهٽائي ڇڏيائين. هن جي ڪلام ۾ خاص طور قطعا، رباعيون، غزل وغيره ضرب المثل آهن.

**سليم سولنگي**: نامور اُستاد، اديب ۽ مترجم محمد سليم ولد حڪيم محمد هاشم سولنگي، 14 جنوري 1945ع تي ڳوٺ دين محمد سولنگي تعلقي دادوءَ ۾ جنم ورتو. هن پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪئي،



جڏهن ته مئٽرڪ گورنمينٽ پرمانند هرداس مل هاءِ دادوءَ مان ڏنائين، انٽر ۽ بي. اي گورنمينٽ ڊگري ڪاليج دادوءَ مان پاس ڪيائين، تعليم مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڦلجيءَ ۾ استاد مقرر ٿيو. مختلف اسڪولن ۾ پڙهائڻ بعد 1972ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي انگريزيءَ ۾ ڪري گورنمينٽ ڪاليج ڪنڌڪوٽ ۾ انگريزيءَ جو ليڪچرار ٿيو. ترت سندس بدلي گورنمينٽ ڊگري ڪاليج دادوءَ ۾ ٿي، جتان 2007ع ۾ اسسٽنٽ پروفيسر جي پد تان رٽائر ڪيائين.

سليم سولنگيءَ کي انگريزي ٻوليءَ تي ڪافي دسترس حاصل هئي، سليم سولنگيءَ انگريزي ٻوليءَ ۾ شيخ اياز جي شاعريءَ جو پهريون مترجم شمار ٿئي ٿو. هن اياز جا ڪافي شعر انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيا. اياز جي ترجمو ڪيل شاعري جڏهن شايع ٿي ته شيخ اياز نه رڳو سندس ترجمي کي پسند ڪيو، پر ڪيس سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اسسٽنٽ پروفيسر مقرريءَ جي آڇ ڪئي پر هن اها آڇ معذرت سان قبول نه ڪئي. ان ڪانپوءِ هن شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ ۽ استاد بخاريءَ کي به انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو. ان ڪانسواءِ به هن انگريزي ادب جون ڪجهه چونڊ ڪهاڻيون به سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيون، جن تي ڪيس سنڌ جي مهان ليکڪ ۽ شاهه سائينءَ جي شارح منگهارام ملڪاڻيءَ طرفان شاباس جو خط موصول ٿيو. سليم سولنگيءَ، شيخ اياز ۽ استاد بخاريءَ جي شاعري جو بهترين شارح هو. هُو پيارا سنڌي ادبي سنگت دادوءَ شاخ جو سيڪريٽري به رهيو. استاد بخاري جيڪو به نظم لکندو هو، اهو سليم سولنگي کي ضرور ڏيکاريندو هو. سليم سولنگيءَ کي انگريزي ۽ سنڌي زبانن تي دسترس حاصل هئي. هو بهترين استاد هو.

هن جن به شاگردن تي ڏيان ڏنو اهي اهم عهدن تي پهتا جن مان ڪي اڄ ڏاڏوءَ ۾ اسڪول هلائي رهيا آهن. سندس دوستن جي دائري ۾ شيخ اياز، استاد بخاري، احمد خان ملڪاڻي، فاروق سولنگي، محمد بخش سميجو، محمد عثمان ميمڻ، ڊاڪٽر نظير چارڻ، تاج جويو وغيره رهيا آهن. سليم سولنگي سڄي عمر ترقي پسند ادب ۽ خيالن جو پرچارڪ رهيو.

هن دل جي دوري سبب، 18 جنوري 2008ع تي وفات ڪئي، کيس ڏاڏوءَ جي قبرستان لال هنديءَ ۾ مٽي ماءُ حوالي ڪيو ويو.

**سليم شاهه** (ديهه): هي تعلقي ڳڙهي ياسين ۽ ضلعي شڪارپور جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

علي جي واند، صادق جيهو، دائود جي واند پارٽ 1، جمالي جت ۽ ڪمبوهه.

**سليم ڳاڙهوي**: ناليوارو شاعر. سليم ڳاڙهوي، 15 مارچ 1925ع تي ڳوٺ ڳاڙهي ضلعي خيرپور ميرس ۾ مهر الهڏني جي گهر ۾ جنم ورتو. ڳاڙهي ڳوٺ جي نسبت سان پنهنجو تخلص ڳاڙهوي رکيائين. سليم ڳاڙهويءَ جو گهراڻو فقيرن جو گهراڻو سڏبو آهي، سندس والد فقير حاجي الهڏنو بن فقير محمد الياس بن فقير ڪبير اهي تيئي درويش صفت انسان، پٺائي رح جي درگاهه جا فقير هئا، انهن ۾ شرافت، سادگي، اعليٰ درجي جي موجود هئي. سليم ڳاڙهوي انهن صفتن جو تسلسل هو. سليم ڳاڙهويءَ جي خاندان، ڏيڍ سؤ سال اڳ حبيب ڪوٽ ضلعي شڪارپور مان لڏي اچي ڳاڙهيءَ ۾ سڪونت اختيار ڪئي.

سليم ڳاڙهوي 7/6 سالن جي ڄمار ۾ قرآن پاڪ سان، پنهنجي تعليم جو آغاز ڪيو بعد ۾ ڳاڙهي اسڪول مان چار درجا پاس ڪيائين. جنهن ڪانپوءِ سنڌي فائنل ست درجا پرپالوءِ اسڪول مان پاس ڪيائين. سندس مطالعو بيحد وسيع هو. تاريخي حوالن سان پڻ سندس حافظو تيز هو. 1984ع ۾ اکين جي خرابيءَ سبب پڙهڻ ڇڏي ڏنائين. پر پوءِ به سندس علم و ادب سان اتساهه برقرار رهيو. سليم ڳاڙهويءَ شاعريءَ جي شروعات 1947ع کان ڪئي، ان حوالي سان مشهور سنڌي ادبي رسالي اديب سنڌ سندس رهنمائي ڪئي. اڳتي هلي هن سنڌي زبان جي هڪ برک ۽ مڃيل شاعر جو مقام حاصل ڪيو سليم ڳاڙهوي شاعريءَ جي سيني صنفن تي طبع آزمائي ڪئي ۽ سيني صنفن سان انصاف ڪيائين.

سليم ڳاڙهويءَ جي شاعراڻي فن تي تبصرو ڪندي مولانا غلام محمد گرامي مهراڻ شاعر نمبر ۾ لکي ٿو: سليم ڳاڙهوي پنهنجي دلنشين ۽ شيرين ڪلام جي حيثيت سان ادبي دنيا ۾ وڏو مقام حاصل ڪري چڪو آهي. سندس شاعري ۾ پختگي ۽ عمدگي جو هڪ سهڻو مثال آهي.

سليم ڳاڙهوي 10 محرم الحرام 1408هه/ 4 سيپٽمبر 1987ع تي دل بيهڻ سبب ڪراچي ۾ وفات ڪئي.

**سليم ميمڻ، پروفيسر**: ناميارو ليڪ، نيوزڪاسٽر ۽ ڪمپيئر. پروفيسر سليم ميمڻ 29 مئي 1950ع تي ڪراچيءَ ۾ عبدالقادر ميمڻ جي گهر ۾ جنم ورتو. ميٽرڪ اين. جي. وي هاءِ اسڪول (1966ع)، ايم. اي (سنڌي) 1972ع ڊگري ۽ ايل. ايل. بي 1974ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ڪيائين.



سليم ميمڻ، مارچ 1973ع کان ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرار جي حيثيت سان پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات ڪئي ۽ مختلف عهدا ماڻيندو، مئي 2010ع ۾ پروفيسر، ڊائريڪٽر شاهه عبداللطيف پٺائي، ڊين فيڪلٽي آف آرٽس ۽ سوشل سائنسز، سيڪريٽري الحاق ڪاميٽي ۽ ڊائريڪٽر فور ايئر بي. ايس. پروگرام جي حيثيت سان رٽائر ڪيائين. هن وقت به ڊائريڪٽر شاهه عبداللطيف پٺائي چيئر جي ڊائريڪٽر جي حيثيت ۾ ڪم ڪري رهيو آهي. يونيورسٽي جي چاليهن سالن واري عرصي ۾ سندس بهترين انتظامي صلاحيتن سبب کيس هميشه واڌو انتظامي ذميواريون ڏنيون ويون. هي ڏهن سالن تائين سيميسٽر امتحانن جو ڪنٽرولر، ڇهن سالن تائين الحاق ڪاميٽي جو سيڪريٽري، ڇهن سالن تائين ڇهن سالن واري بي. ايس. پروگرام جو ڊائريڪٽر رهيو. يونيورسٽيءَ جي مختلف باڊين تي ميمبر رهيو.

1970ع کان فني زندگيءَ جي شروعات ريڊيو پاڪستان ۾ نيوز ڪاسٽر جي حيثيت سان ڪيائين. 1973ع کان پاڪستان ٽيلي ويزن تان خبرون پڙهڻ شروع ڪيائين ۽ 2010ع تائين پاڪستان ٽيلي ويزن تي اردو ۽ سنڌيءَ ۾ خبرون ۽ ڪرنٽ افيئرز جي پروگرامن جي ڪمپيئرنگ ڪندو رهيو. پاڪستان ٽيلي ويزن جي تاريخ ۾ 38 سالن تائين لڳاتار ڪم ڪرڻ جو رڪارڊ قائم ڪندڙ اڪيلو آرٽسٽ ۽ اينڪر آهي، کيس مختلف موقعن تي ڪيترائي اوارڊ ۽ انعام به مليا.

پروفيسر سليم ميمڻ، سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن (سگا) ۾ ڪيترن سالن تائين سماجي خدمتون سرانجام ڏيندي مختلف عهدن تي رهيو آهي. سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن (سگا) پاران سندس خدمتن جي مڃتا ۾ کيس اعليٰ اعزاز 'گريجوئيٽ گولڊ ميڊل' 1991ع ۾ کيس ڏنو ويو.

پاڻ سنڌ جي اوائلي اداري، سنڌ مدرسي بورڊ جو پنجن سالن تائين اعزازي سيڪريٽري به رهيو آهي. ان ڪانسواءِ مهراڻ تعليمي فائونڊيشن جو 1991ع کان اعزازي سيڪريٽري آهي. اها فائونڊيشن حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ تعليمي ادارا هلائي رهي آهي. هي يونائيٽيڊ ميمڻ جماعت آف پاڪستان جي مينيجنگ ڪاميٽي جو 2010ع کان عهديدار آهي.

هي 92-1993ع ۾ ڪافي عرصي تائين 'جاڳو' اخبار ۾ 'ککر ۾ ڪڙو' جي عنوان سان ڪالم لکندو رهيو آهي.

1973ع کان سنڌس ليک، مضمون ۽ مقالا ڇپجندا رهن ٿا، جن مان ڪجهه مقالا ۽ مضمون "وکريل ورق" جي نالي سان ڪتاب ۾ 2010ع ۾ شايع ٿيا آهن.

فيض صدي جي حوالي سان فيض تي لکيل ٽن ڪتابن جو سنڌي ۾ ترجمو ڪيائين، جيڪي ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ پاران شايع ڪرايا ويا آهن. جن ۾: (1) 'فيض سان رهاڻيون' (2010ع)، (2) 'فيض: يادون ۽ ڳالهيون' (2013ع)، (3) 'جن کي عشق جي ڏوهه تي ناز هو' (2013ع) شامل آهن. محترمه بينظير ڀٽو جي 1987ع کان 2007ع تائين مختلف اردو رسالن ۽ اخبارن کي ڏنل انٽرويوز مان چونڊ انٽرويو "تم جيت گئے ہم ہار گئے" نالي ڪتاب ۾ سهيڙيا اٿس، جيڪي ثقافت کاتي حڪومت سنڌ پاران 2012ع ۾ شايع ٿيا آهن.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر پاران ڪرايل ڪانفرنسن مان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ شاهه لطيف ڪانفرنس ۾ پيش ڪيل مقالن کي ڪتابي صورت ۾ سهيڙي پيش ڪيائين، جيڪي پڻ ثقافت کاتي سنڌ سرڪار پاران شايع ڪيا ويا آهن: (1) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (شخصيت، فن ۽ فڪر: 2011ع)، (2) شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي پيغام جو موجوده حالتن تي اطلاق (2012ع). ان کان سواءِ سنڌس لکيل مضمونن ۽ مقالن جو هڪ وڏو انگ مختلف رسالن ۽ 'ڪلاچي جرنل' ۾ وکريو پيو آهي.

ڊاڪٽر فهميده حسين ڪانپوءِ شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر جي تحقيقي جرنل 'ڪلاچيءَ' جو 2008ع کان هيل تائين پروفيسر سليم ميمڻ ايڊيٽر جون ذميواريون سرانجام ڏيندو ٿو اچي. هي تحقيقي جرنل هائير ايجوڪيشن ڪميشن پاران منظور ڪيل سنڌي ٻوليءَ جو اڪيلو ڪوجنائي جرنل آهي. پاڻ ڪراچي يونيورسٽيءَ پاران ٻه ڏيهان ڏيهي ۽ ڪيترين ئي قومي ڪانفرنسون منعقد ڪرائي چڪو آهي. ڏيهي ۽ پرڏيهي سطح تي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿي مقالا به پيش ڪيا اٿس.

2012ع ۾ دهليءَ ۾ 'نيشنل ڪائونسل فار پروموشن آف سنڌي لئنگئيج' (NCPCL) اداري پاران ڪوٺايل بين الاقوامي ڪانفرنس ۾ پاڪستاني اديبن جي وفد جي اڳواڻي ڪندي، ڪانفرنس ۾ مقالو پيش ڪيائين. 2011ع ۾ ڀوپال هندستان ۾ سارڪ ليکڪن جي ڪانفرنس ۾ سنڌ جي وفد جي اڳواڻي ڪندي صوفي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪري مقالو پيش ڪيائين، سنڌي کان سواءِ اردو ۽ انگريزي ۾ سنڌس ليک، مقالا ۽ مضمون شايع ٿيل آهن.

**سليم هالائي:** شاعر، نثر نويس ۽ صحافي سليم هالائيءَ جو پورو نالو قاضي عبدالحئي ولد حاجي سليم الدين ابڙو هو. هن 12 نومبر 1918ع تي هالا ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم هالا ۾ حاصل ڪري مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪوٽڙيءَ مان پاس ڪيائين ۽ پوسٽ ٽيليگراف کاتي ۾ ڪلارڪ مقرر ٿيو. بعد ۾ انسپيڪٽر آف پوسٽ آفيسز ٿيو. ڪراچيءَ مان بي. اي، ايل. ايل. بي پاس ڪيائين. بعد ۾ اطلاعات کاتي ۾ انفرميشن آفيسر مقرر ٿيو. ڪجهه وقت لاءِ ڳوٺ سڌار کاتي ۾ پڻ نوڪري ڪيائين. جتان انڊيانا يونيورسٽيءَ ۾ سمعي ۽ بصري تعليم جي شعبي ۾ ايم. ايس. سي ڪيائين.



پاڪستان واپس اچي سنڌيءَ ۾ ايم. اي فرسٽ ڪلاس سيڪنڊ پوزيشن ۾ پاس ڪيائين. ڪجهه وقت بي. ايڊ ڪاليج سکر جو پرنسپال ٿي رهيو. 1962ع کان 1965ع تائين مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جي خواهش تي 'سروري اسلاميه ڪاليج' هالا جو پرنسپال ٿي رهيو. اتان واپس انفرميشن کاتي ۾ ويو، جتان 1 مئي 1988ع تي رٽائر ٿيو ۽ هالا ۾ سليم هوميوپيٿڪ دواخانو کوليائين. سليم صاحب سنو شاعر، اديب، نثر نويس ۽ صحافي هو. مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جو پهريون ڪتاب 'بهارِ طالب' به سنڌس ترتيب ڏنل آهي. ان کانسواءِ 'تذڪره شعراءِ هالا'، 'شڪوه سنڌ' ۽ انعام يافته ڪتاب 'گل بانو' لکيائين. عمر جا پويان 15 سال ديني خدمت لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين. پنهنجي حياتيءَ ۾ پنهنجو ڪلام ضايع ڪري ڇڏيائين. سليم هالائي، 23 آگسٽ 1992ع تي وفات ڪئي.

**سليم احمد:** پاڪستان جي سينٽرل سپيريئر سروس (C.S.S) جو امتحان پاس ڪندڙ پهرين ڪامياب عورت سليم احمد، بئنگلور ۾ پيدا ٿي. هن سينٽ جوزف ڪاليج بئنگلور مان گرئجوئيشن ڪئي، پوءِ مدراس يونيورسٽيءَ مان ايم. اي (معاشيات) جي ڊگري حاصل ڪيائين.



ورهاڱي ڪانپوءِ هوءَ پاڪستان آئي ۽ 1949ع ۾ سي. ايس. ايس جي چٽاڀيٽيءَ واري امتحان ۾ شريڪ ٿي ۽ چوٿين پوزيشن حاصل ڪيائين. ساڳئي سال پاڪستان جي آڊٽ اينڊ اڪائونٽس سروسز جي ملازمت اختيار ڪيائين. سنڌس پهرين مقرري اسسٽنٽ اڪائونٽنٽ جنرل جي حيثيت سان ٿي. 1955ع ۾ ناڻي واري وزارت ۾ نائب مشير ماليات مقرر ٿي، 1965ع ۾ اوڀر پاڪستان ۾ ماليات جي مشير مقرر ٿي ۽ بعد ۾ ترقي ڪري اوڀر پاڪستان جي اڪائونٽنٽ جنرل بڻي. 1971ع ۾ بچاءَ واري وزارت ۾ ڊائريڪٽر ماليات، 1973ع ۾ ڪراچي اليڪٽرڪ سپلاءِ ڪارپوريشن ۾ مالياتي مشير، 1975ع ۾ ٽريڊنگ ڪارپوريشن آف پاڪستان جي ڊائريڪٽر فنانس ۽ 1978ع ۾ پاڪستان صنعتي ترقياتي ڪارپوريشن جي ڊائريڪٽر مقرر ٿي.

1954ع ۾ بيگم سليم احمد ڪراچي ڪلب قائم ڪئي. 1975ع ۾ جڏهن ذوالفقار علي ڀُٽي جي دور حڪومت ۾ وومين ڊويزن قائم ٿي ته سليم احمد ان جي سيڪريٽري مقرر ٿي ۽ 1985ع ۾ ان عهدي تان رٽائر ڪيائين. سندس مڙس رئيس الدين انوار احمد ماليات جو ماهر هو ۽ 1987ع ۾ سنڌ جي اڪائونٽنٽ جنرل جي عهدي تان رٽائر ٿيو.

بيگم سليم احمد بين الاقوامي سطح تي ڪيترائي ڀيرا پاڪستان جي نمائندگي ڪئي. 1983ع ۾ اقوام متحده جي عورتن واري ڪميشن ۽ 1985ع ۾ غيرجانبدار ملڪن جي تحريڪ جي ڪانفرنس ۾ پاڪستاني وفدن ۾ شريڪ رهي. پاڪستان فيڊريشن آف بزنس اينڊ پروفيشنل وومينس جي صدر به رهي آهي. سليم احمد 'اپوا' جي پڻ صدر رهي آهي.

1965ع ۾ سليم احمد کي پاڪستان سرڪار 'ستاره خدمت' جو تمغو ڏنو ۽ 1988ع ۾ ڪيس اقوام متحده جو 'امن جو پيغامبر' جو اوارڊ اقوام متحده جي سيڪريٽري جنرل هٿان نيويارڪ ۾ مليو.

**سما** (ذات): سما سنڌ جو پراڻو قبيلو آهن. 'سما' سورج ونسي توڙي چندر ونسي آهن. 1333ع کان 1520ع تائين سنڌ تي سمن جي حڪمراني رهي.

عام راءِ موجب 'سما' راجپوتن مان آهن. هنن جي مؤرثِ اعليٰ جو نالو سرمان چندر هو، جنهن جي پُٽ جو نالو جوڙچندر هو. هي 'شري ڪرشن' جي اولاد مان هئا ۽ 'دوارڪا' کان هجرت ڪري بلوچستان ۾ آيا. راجا سرمان جو اولاد سما ۽ راجا جوڙ جو اولاد جاڙيجا سڏيو. اڳتي هلي هنن جون به شاخون ٿيون. هنن مان ڪن حڪمرانيءَ دوران 'ڄام جاڙا' يا 'سما' ۽ جهوناڳڙهه وارن 'جوڙ سما' سڏرائڻ شروع ڪيو.

سنڌ ۾ سما خاندان جو بنياد راجا انڙ وڌو. هن راجا ڪانپوءِ به سندس پيڙهي 1520ع تائين سنڌ تي حڪمراني ڪئي. هن خاندان جي آخري حڪمران جو نالو ڄام فيروز سمو هو. جيڪو سما قبيلي جو پندرهون حڪمران هو. 1333ع ڌاري سما خاندان پنهنجي حڪومت برپا ڪئي ۽ سندن دور به صديون هليو.

هڪ راءِ اها به آهي ته سما عرب جي قريشي قبيلي مان آهن. 'آئينهٔ قديم سنڌ' ۾ لکيل آهي ته حضرت اسماعيل جي نياڻيءَ (بشامه) مان هڪ پٽ 'رعوايل' هو، جنهن کي چار پٽ نحت، زراح، مزه ۽ سمه نالي هئا. سما ان 'سمي' جو اولاد آهن. اهو قبيلو سنڌ، پنجاب، ڪڇ، جيسلمير، جوڌپور ۽ بلوچستان ۾ رهندڙ هو.

ٽين راءِ موجب سما، 'سام' جو اولاد آهن ۽ انهن جو واسطو حضرت نوح نبيءَ سان آهي.

'تحفة الڪرام' جي مصنف، سام جا چار پٽ رام، سنگا، همسر ۽ ياگرت لکيا آهن، جن مان 'سما' قوم آهي. عربي تاريخ سبائيڪ ذهب ۾ لکيل آهي ته 'سام' کي پنج پٽ اشور، الام، ارم، لاند ۽ افرخشاد هئا، جن مان 'سما' آهن. 'سما' خاندان جو سرواڻ ڄام جوڻو هو.

راجپوت هجڻ جي باوجود ڪي سما پنهنجي پاڻ کي ايران جي بادشاهه جمشيد جو اولاد سڏائين ٿا.

**سمات**: سنڌ جي اصلي سنڌي قبيلن کي سمات چوندا آهن. ڪين سمات ۽ ڄاموٽ چيو وڃي ٿو. سمات لفظ سنسڪرت ۾ 'سماتر' آهي، جنهن جو مفهوم آهي، اصل رهاڪو. جيڪو اشارو ڪري ٿو سنڌ جي سنڌي ماڻهن ڏانهن. جيڪي هن سرزمين جا اصل ڄاوا (سَمُ) آهن. پوءِ اهي سنڌ ڄاوا مسلم هجن يا غيرمسلم ڇو نه هجن.

اڳاٽي وقت ۾ سنڌ ملڪ جون حدون تمام وسيع هيون. جيڪي ديري غازي خان، ملتان، ڪڇ ڀڄ، ڪاٺياواڙ، جهوناڳڙهه، سورٺيا، لسٻيلي ۽ مڪران تائين پکڙيل هيون. انهن حدن اندر سنڌي ماڻهو رهندڙ هئا، اهي سڀ 'سمات' سڏجن ٿا. اهي هتان لڏي ويا، وري ڪجهه سالن ڪانپوءِ انهن جا پونئير واپس اچي سنڌ ۾ وينا ته به اهي پاڻ کي 'سمات' ڪوٺائين ٿا.

اهڙيءَ ريت هين علائقن جا ماڻهو، قبيلا يا ذاتيون، جن کي سنڌ ۾ رهندي صديون گذري ويون آهن، سي به چون ٿا ته اسان 'سمات' آهيون ۽ سمات اهي ئي آهن، جيڪي بنيادي طور سنڌ ڄاوا آهن، جن ۾ صرف سنڌي شامل آهن.

سمات، اصل ۾ سمي جو اولاد آهي، جيڪي پوءِ مختلف ذاتين ۽ قبيلن ۾ ورهائجي ويا. سما قبيلو اصل ۾ سنڌ جو قبيلو آهي، جنهن جي هڪ جداگانه حيثيت ۽ سڃاڻپ آهي.

سما، سنڌ جا حڪمران رهيا آهن، جن ۾ ڄام نظام الدين عرف ڄام نندي جي حڪمرانيءَ وارو دور سنڌ لاءِ بهترين دور هو. ان ڪانسواءِ مخدوم بلاول، جيڪو سنڌ جو هڪ ناليوارو بزرگ ٿي گذريو آهي، سو پڻ سمو هو.

اهڙيءَ طرح اڳتي هلي جڏهن هي قبيلو وڌيو، ٽڙيو پکڙيو ته ان جي ذاتين، قبيلن ۽ پاڙن ۾ ورهاست ٿي، پر سڀني گروهن کي مجموعي طور 'سمات' جو گڏيل نالو ڏنو ويو. سمي جي اولاد مان انڙ جي اها دعويٰ آهي ته سمات جا اصل وارث اسين آهيون ۽ انڙ پنهنجي پاڻ کي ڄام پڻ سڏائين ٿا.

اهڙيون ڪجهه سگهڙن جون ڇوٽيون پڻ مشهور آهن:

ڦل مناهي هي ڇٽا انڙ اناويهه،
ڪوپڇي ته سمڪا گهر ٿيهه.

هارهن هاري ڏٽي، ارڙهن آهن آهير،
هارهن مان به چار چند، اٺ ٿيا اهڙا

سنڌ سمو، ڪڇ چنو، ڀاٽي جيسلمير،
ڇوٽون پائي ڇغلو، جنهن جو پيڙهيءَ مٿي پير.

ڊاڪٽر جيٺي لالواڻيءَ پنهنجي ڪتاب ’ٻنيءَ جا سنڌي لوڪ گيت‘ (ص: 172) ۾ لکيو آهي ته:

”سنڌ سمون، اُڀي ياڻي، جيسلمير،
چوٿون پاءُ چندو چون، جنهن جو پيڙيءَ پير“

**سماج:** ’سماج‘ لفظ جي لغوي معنيٰ قوم، برادري، جماعت، گروهه، ڌر يا ٽولو ڄاڻائي وئي آهي (جامع سنڌي لغات: ڊاڪٽر ن. ب). سماج کي لاطينيءَ ۾ Society (سوسائٽي) چيو ويندو آهي. آباديءَ جو اهو مجموعو، جيڪو قوم جي جوڙجڪ ۽ رياستي نظام عمل هيٺ آڻي ۽ اختيارين جي ماتحت رهي، تنهن کي سماج سڏيو ويندو آهي.

سماج جي اوائلي سادي تعريف اها آهي ته انسانن جي گروهه طرفان غير انساني خطرن کان بچڻ لاءِ، هڪٻئي سان گڏجي رهڻ جي ڪوشش جو نتيجو ’سماج‘ آهي. انسان کي شروع ۾ فطرت جي وحشي قوتن کان خطرا هئا. ان معنيٰ ۾ انساني سماج کي انساني وجود جي بچاءُ جو سڀ کان اهم ۽ بنيادي وسيلو سمجهيو ويو. سماج ۾ سماجي جوڙجڪ ۽ سماجي رويا جوڳي اهميت رکن ٿا.

اوائلي دور ۾ انسان جو تضاد فقط فطرت جي وحشي قوتن سان هو. سماج جا پنهنجا اندريان تضاد ان وقت پيدا ٿيا. جڏهن ملڪيت جو ذاتي تصور پيدا ٿيو. انساني سماج جو تضاد جيئن وڌيو، تيئن هزارين جهيڙا، تعصب، ڌربنديون پيدا ٿيون. ان تاريخي عمل ۾ سماجي دوستي ۽ سماجي دشمني هڪ ٻئي خلاف برسر پيڪار رهيون آهن. جتي سماجي دوستيءَ جو راڄ هوندو آهي، اُتي ماڻهن ۾ پيار، برابري ۽ آزادي رهي ٿي، پر جتي سماج دشمنيءَ وارو راڄ رهي ٿو اتي ڏاڍ، جبر، منافقي، ظلم، لالچ ۽ نڳيءَ جو اقتدار رهي ٿو.

اهڙا سمورا سماج جن جي ماڻهن جي گهڻائي، ماڻهن جي بهتر مفادن ۾ نه آهي ۽ ماڻهو اڪثريت جي مفادن جا دشمن آهن ته اهڙا سماج، نه ڪڏهن حقيقي ترقي ڪري سگهندا، ۽ نه انهن سازشن مان جان ڇڏائي سگهندا، جيڪي سماج دشمن عنصر سندن سماجي نظام کي تباهه ۽ برباد ڪرڻ لاءِ ڪندا آهن. ان ڪري اندروني طور اهڙن سماجن جي مادي ۽ اخلاقي پيچ ڊاهه جو لاڳيتو جاري رهڻ انهن جو مقدر بڻجي ٿو.

موجوده دور ۾ سماج، جاگرافيائي حوالي سان مقرر حد جي اندر ڪنهن رياست جي دائري ۾ هوندا آهن. جڏهن ته ڪي حد بندين کان متاهين سطح تي هوندا آهن ۽ مختلف علائقن ۾ رياست تائين ڦهليل هجن ٿا. انساني سماج ۾ ماڻهن جي گروهن جي هڪٻئي سان مختلف شعبن ۾ واسطيدار هجڻ ڪري اهي هڪٻئي تي دارومدار رکن ٿا. جڏهن ته سماج اصطلاحي طور انسان ذات، ڪنهن مخصوص قوم يا گروهه جي لاءِ استعمال ڪيو آهي ۽ انهن سيني حلقن جي وچ ۾ گڏيل رابطي جو سرشتو زبان، ثقافت، سماجي سهڪار يا حڪومتي تنظيم سازيءَ وسيلي جڙندو آهي، جڏهن ته ٻين سرشتن وانگر سماج به پنهنجي لاڳاپيل گروهه کي موقعو فراهم ڪندو آهي ۽ اهڙيون خواهشون، جن جي تڪميل انفرادي طرح ممڪن نه هجي، تن کي اجتماعي سهڪار سان پورو ڪيو ويندو آهي. سماج جو تصور انساني آباديءَ تي ٻڌل هڪ اهڙي سرشتي تي مشتمل آهي، جيڪو معاشي، سماجي، سياسي ۽ ٻين معاملن ۾ تعاون ڪري سندس حاصلات ممڪن بڻائي ٿو جڏهن ته سماج ڪنهن مخصوص نسلي گروهه تائين محدود ٿيڻ بجاءِ وسيع لحاظ کان ثقافتي بنيادن تي پکڙيل هوندو آهي. سماج جا مقصد مذهبي، ثقافتي، سائنسي ۽ سياسي به ٿي سگهن ٿا. جيڪي سماج معاشي حوالي سان سگهارا ۽ با اثر هجن ٿا ۽ ٻاهرين قوتن جي دستبرد کان پري ۽ خودمختيار هجن ٿا، تن جي ڀيٽ ۾ اهي معاشرا جيڪي معاشي لحاظ کان ڪمزور هوندا آهن، اهي ٻاهرين قوت جي آڏو شڪست کائيندا آهن ۽ ڪين ’پاڙيندڙ سماج‘ طور ڄاتو ويندو آهي.

مجموعي طور تي سماج اجتماعي زندگيءَ جي گڏيل مفادن، ٻولي، معيشيت، ثقافت ۽ روين جي جوڙجڪ جو نالو آهي، جنهن ۾ هڪ مخصوص آبادي پنهنجي ذاتي ۽ اجتماعي مفادن لاءِ محنت، مشقت ۽ تعميري ڪردار ادا ڪري ٿي.

**سماج (رسالو):** سماج رسالو 1928ع ڌاري سوامي گووند سکر مان جاري ڪيو هو. هن ۾ سماجي مسئلن تي مواد هلندو هو.

**سماجي لسانيات:** هيءَ لسانيات جي علم جي هڪ شاخ آهي، جنهن ۾ سماج ۽ لسانيات جو ترتيبوار مطالعو ڪيو وڃي ٿو. ٻوليءَ جي علم جي هن شاخ ۾ سماج ۽ ٻوليءَ جي لاڳاپي متعلق مطالعو ڪري ماڻهن جي هڪٻئي سان رابطن، روين، اثرن ۽ انهن جي پيش نظر پيدا ٿيندڙ باهمي عمل ۽ سمجهه کي پرکيو وڃي ٿو. لسانيات جي علم ۾ سماجياتي پهلوءَ تي سڀ کان پهريائين هندستان ۽ جپان جي لسانياتي ماهرن 1930ع ڌاري لکيو ۽ سماجي لسانيات کي جديد علم طور پڙهائڻ طرف ڌيان ڇڪرايو. جڏهن ته سوئٽزرلينڊ جي هڪ لسانياتي ماهر Gauchat 1900ع ۾ سماجي لسانيات متعلق پنهنجي لکڻين ۾ اظهار ڪيو. پر ان دوران يورپ ٽوڙي ٻين هنڌن تي هن مضمون ڏانهن ڪو خاص ڌيان نه ڏنو ويو. هن اصطلاح جو پهريون ڀيرو استعمال Thomas Callan Hodson پنهنجي تحقيقي مقالي ۾ ڪيو. جيڪو 1939ع ڌاري پيش ڪيو ويو. ان ڪانپوءِ سماجي لسانيات اصطلاح Cursi نالي ماهر 1952ع ۾ ڪتب آندو. هن شاخ ذريعي مختلف سماجن مان ڌنڌي، مقام، تعليمي معيار، الڳ جنس، جاگرافيائي ۽ سماجي واسطن بابت لسانياتي شاهديون گڏ ڪري، انهن ۾ ٻوليءَ جي استعمال ۽ ٻوليءَ مٿان ٿيندڙ اثرن جو مطالعو ڪرڻ وارو مقصد رکيو ويو. اوڻويهين صديءَ جي آخر ۽ ويهين صديءَ جي شروعات ڌاري لسانياتي ماهر هرلز سماجي لسانيات متعلق پنهنجا ويچار پيش ڪيا.

سماجي لسانيات جو باني وليم لابوف کي مڃيو وڃي ٿو. جنهن 1960ع ڌاري عملي طور سماجي لسانيات متعلق سائنسي انداز سان

تحقيق ڪئي ۽ نتيجا سامهون آندا. هن آمريڪا جي وڏن ڊپارٽيمينٽل اسٽورن تي ڪم ڪندڙ ماڻهن توڙي انهن جي واهپي سان منسلڪ گراهڪن پاران ڳالهائي ويندڙ ٻوليءَ جي لهجاتي ڦيرڦار جو مطالعو ڪري، سماجي سبب معلوم ڪيا. هن ڄاڻايو ته دراصل ٻوليءَ جي ڦيرڦار يا هڪ ئي نسل توڙي قبيلي ۾ ساڳئي هنڌ تي رهندڙ ماڻهن جي ڳالهائڻ ۾ تبديليءَ جا سبب سماجي تعليمي، طبقاتي، عمر ڌنڌن جي نسبت ۽ ڏار جنس هئڻ جي ڪري به پيدا ٿيندا آهن.

سماجي لسانيات کي ويهين صديءَ جي ابتدا ۾ جيتوڻيڪ ڪو گهڻو مقام ڪونه ڏنو ويو، پر 1960ع جي زماني ڪانپوءِ سماجي لسانيات کي 'علم اللسان' جي مضمون ۾ مکيه اهميت ملي. سماجي لسانيات تي گهڻو تڻو ڪم 1968ع کان 1986ع واري عرصي ۾ ٿيو آهي.

لسانياتي علم ۾ ٻوليءَ جي لهجن، محاورن بابت تحقيق ڪرڻ، ڪلچر، لفظن جي معنويت کي درست نموني سمجهڻ جهڙا مکيه پهلو سماجي لسانيات جا جزا آهن، جن تي تحقيق ۽ ڇنڊڇاڻ جي ڏکهي روايت ملي ٿي، تڏهن به هن علم کي ڏار مکيه مضمون جي حيثيت ويجهڙائيءَ واري دور ۾ ملي آهي.

ٻولي ڄاڪاڻ ته سماجي حالتن ۽ سماجي طور گڏيل معاملن بابت آگاهيءَ جو اهم ذريعو آهي، تنهنڪري ان جي وسيع علم ۾ ٻين پهلوئن سان گڏ سماجي لسانيات جي اهميت به مکيه حيثيت لهڻي ٿي.

سماجي لسانيات جي آڌار ڪنهن ٻوليءَ جي گرامر، صوتيات، اچارن جي فرق، لفظي ذخيري، لهجاتي خصلت وغيره جو مطالعو ڪيو ويندو آهي. ٻوليءَ جي سماجي ڪارج کي سمجهڻ ۽ سماجي ڪاروهنوار دوران ٻوليءَ ۾ پيدا ٿيندڙ خصوصيتن ۽ ضرورتن کي سماجي لسانيات جي ذريعي ئي حل ڪيووڃي ٿو. سماجي لسانيات متعلق جديد لسانيات جي علم ۾ ڪافي اڳيرايون ٿيون آهن.

سنڌي ٻوليءَ ۾ سڀ کان پهرين هن موضوع تي پي. ايچ. ڊي ڊاڪٽر الهداد ٻوهيي ڪئي ۽ 'سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج' نالي مقالو لکي ڊگري حاصل ڪئي. ان ڪانسواءِ ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهئي پڻ هن مضمون ۾ 'سنڌي ٻوليءَ جي حيدرآباد ۽ هالا جي لهجن ۾ فرق' جي موضوع تي پي. ايچ. ڊي ڪئي آهي.

دنيا ۾ هن علم متعلق ڪيتري ئي تحقيق ٿي آهي. سماجي لسانيات جو دائرو ٻوليءَ ۽ سماج جي ڳانڍاپي ۽ ان جي استعمال جي صورتن تائين پکڙيل آهي.

**سما خاندان جي گمنام شهزاديءَ جو مقبرو (ماڳ):** هي گمنام مقبرو، مڪليءَ تي، ضلعي ٺٽي ۾، ملڪ راجپال جي مقبري جي ڏکڻ-اوڀر طرف هلڪي پوٺي تي آهي. ان پوٺي جي هڪ پاڳي تي مبارڪ خان عرف دولهه دريا خان جي مدفن پرسان هڪ قبي واري عمارت سرن جي اڏيل آهي. عمارت رٿ ۾ چورس ۽ هرپاسي 20 فوٽ 7 انچ آهي. ٽن پاسن اتر، ڏکڻ ۽ اوڀر ۾ لنگهه اٿس، جيڪي ونگن سان آهن. اولهه طرف هڪ سارو محراب ٺهيل آهي. ٽيئون گج سان لنبيل آهن. اندرئين پاسي ڪنڊون پاڻ ۾ بيهڪ جي لحاظ کان چڱي جوڙجڪ ڏيکارين ٿيون. اندر چيرولي جي پٿر مان ٺهيل هڪ قبر آهي، پراها ٽٽي پئي آهي. ان جا ٽڪرا مقبري جي ٻاهران رکيل آهن. مقبرو خسته حال آهي، مقبري جا ڪجهه حصا به ٽڙيل پکڙيل آهن.

**سماراٽي** (پاڙو): چانڊين جي هڪ قبيلي جو نالو آهي عبدالنبي چانڊيو (جاگير نواز غيبي خان) پڻ هنن مان هو مڪراني بلوچن جي هڪڙي پاڙي جو نالو پڻ 'سماراٽي' آهي.

**سماع:** لفظ سماع عربي لفظ 'سمع' مان ورتل آهي، جنهن جي معنیٰ 'ٻڌو' يا 'ٻڌڻ' آهي. جامع سنڌي لغات- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ موجب سماع جي معنیٰ آهي 'ذڪرجي نموني وارو راڳ' يا 'روحاني ڪيفيت وارو راڳ'. تصوف جي راهه ۾ سماع عبادت ۽ رياضت جو روحاني ۽ وجداني ڪيفيت وارو صوفياڻو طريقو آهي، جيڪو صرف سوز



۽ گداز واري راڳ کي ٻڌڻ سان منسلڪ ڪري سگهجي ٿو. هن طريقي جي عبادت ۾ صوفي، درويش، ولي الله، مريد، معتقد، فقير توڙي عام عقيدو رکندڙ ماڻهو ڌڻيءَ جي بارگاهه ۾ (سواءِ مسجد جي)، صوفين جي درگاهن تي، ڪنهن خاص مقام ۽ خاص محفلن ۾ عبادت جي هن طريقي موجب 'الله هو' جي ورد ۽ انداز سان، قوالي، بيتن، مولودن وغيره سان مطلق هستيءَ ۽ حق جي ياد ۾ سماع ڪندا آهن.

اسلام جي ڪن فرقن ۾ موسيقي توڙي سماع کي ممنوع قرار ڏنو ويو آهي، پر صوفين سماع جو طريقو ڳولي، ان کي عبادت ۽ حقيقي

معبود باري تعالىٰ تائين پهچڻ جو ذريعو سمجهيو. هي طريقو تمام قديم آهي، پر پهريان ان کي سماع جو نالو نہ ڏنو ويو هو. جيئن سماع ’سمع‘ مان ماخوذ آهي تہ هي حق جي آواز کي ٻڌڻ جو عمل آهي. هن عمل ۾ حق جو نالو اهڙي تہ سريلي، مٺڙ، خوش الحان ۽ درد واري ڪيفيت ۾ پڪاريو وڃي ٿو، جو سماعتي/ ٻڌندڙ حق جي آواز تي بي اختيار ٿي، پنهنجي سڌ ٻڌ وڃائي، انهيءَ مطلق هستيءَ ۾ پنهنجو وجود جذب ڪري ڇڏيندو آهي. صوفين جي مختلف طريقن ۽ حلقن ۾ سماع جا ٻہ مختلف طريقا آهن. ڪن طريقن ۾ سماعتي حق جو آواز پڙهندو ۽ پروڙيندو آهي، ڪن طريقن ۾ خاموشيءَ سان ذاڪر يا قوال کي ٻڌو ويندو آهي. ڪن طريقن ۾ ٻڌڻ ۽ چوڻ سان گڏوگڏ جسماني طور بہ سماعتي بي اختيار ٿي ويندا آهن. ڪن ملفوظات ۾ مؤرخن ان بي اختياري ۽ بيقراريءَ کي ناچ ۽ رقص بہ لکيو آهي، جنهن مان مراد صوفياڻو رقص وٺي سگهجي ٿي.

**سماع جي تشريح جا بيان:** صوفين وٽ سماع جو مقصد قال جي تال تي ارتڪاب، فڪر ۽ حال جو دريافت ڪرڻ آهي. سماع بابت ڪيترين ئي تشريحون ڪيون ويون آهن، جي سڌو سنئون لئي، ڏار، نغمگي، ترنم ۽ راڳ جي ناد کي ٻڌڻ تي منحصر آهن. تنهنڪري سماع ۽ راڳ جو پاڻ ۾ گهرو تعلق آهي. ڪن عالمن سوز ۽ گداز واري راڳ کي ڪلاسيڪي قالب ۽



فڪر واري شاعريءَ جي قدامت ۾ سماع کي ان جو پهريون ذريعو سمجهيو آهي، جتان راڳ جون سوز واريون صنفون ۽ ڪلاسيڪل شاعريءَ جون روايتون توڙي تصوف جي بلند پايہ فڪر جي آميزش سان ڀريل سنڌي، هندي، فارسي، اردو، سرائيڪي ۽ پنجابي ڪلام جو وجود پيو. راڳ ۽ سماع تي مختلف عالمن جا مختلف خيالات آهن، جيڪي راڳ ۽ سماع ٻنهي کي سمجهڻ بابت بنيادي مدد ڏين ٿا.

آغا سليم ’ڪشف المحجوب‘ مان حوالو ڏنو آهي تہ سماع لفظ ’سماعت‘ مان نهيو آهي، صوفين وٽ پنجن حواسن مان ٻڌڻ جي حواس کي پهريون درجو حاصل آهي، ڇاڪاڻ جو ٻڌڻ جي حواس جي معرفت انسان نبين کان خدا جو ذڪر، خدا جا حڪم ۽ خدا جي ديدار جون بشارتون ٻڌندو آهي. مٺي ۽ سريلي آواز کي صوفين ’نداء الاهي‘ چيو ۽ راڳ جي اجازت ڏني. حضرت نظام الدين اولياء فرمايو تہ ميثاق جي ڏينهن ’الست بربڪم‘ جي ندا پوربي راڳ ۾ منهنجي ڪنن تائين پهتي هئي.

ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جي راءِ موجب سماع جو طريقو برصغير ڪان رواج ۾ آيو، جنهن ۾ صوفين موسيقي ۽ وجداني ڪيفيت، بي اختياري ۽ سماع کي اسلامي نڪتہ نگاهہ کان ’تصوف‘ ۽ اسلامي پرچار لاءِ جائز قرار ڏنو. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي چواڻي اهو عالم آشڪار آهي تہ سماع جي انهن محفلن ۾ پاڪيزگي ۽ تزڪيہ نفس موجود آهي. جڏهن تہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ بہ اها ڳالهہ هن طرح سان ڪئي آهي تہ صوفي بزرگن وٽ سماع جو سلسلو حق ۽ حقيقت ڏانهن مائل ڪندڙ پاڪيزه احساسن ۽ قلبي سرور پيدا ڪرڻ لاءِ شروع ٿيو.

امام غزالي (1058ع-1111ع)، اسلام جو وڏو عالم، داعي ۽ فلسفي ٿي گذريو آهي. هن پنهنجي ڪتاب ’احياءُ العلوم الدين‘ جي هڪ باب ۾ وجد ۽ سماع بابت گهڻو ڪجهہ لکيو آهي، جنهن ۾ موسيقيءَ جي شرعي حيثيت تي بحث ڪيو ويو آهي ۽ سمجهڻ خاطر دليل ڏنا ويا آهن تہ موسيقي بذات خود مذموم يا ممنوع ناهي، پر راڳ تہ هڪ قسم جي ڪسوٽي آهي، جنهن سان هر شخص جي دلي جذبن ۽ احساسن کي پرکي سگهجي ٿو. بدڪار شخص جا جذبا بد هوندا تہ راڳ ڪيس برائيءَ ڏانهن ڇڪيندو، پر نيڪ شخص جي پاڪيزه خيالن لاءِ روحاني تسڪين ۽ اطمينان قلب جي جي باعث ٿيندو. امام غزاليءَ جو نظريو آهي تہ انسان جي فطري احساسن ۽ جذبن جي مد نظر سماع يعني راڳ ممنوع ناهي. اڳتي لکي ٿو تہ: جنهن ماڻهوءَ تي راڳ جو اثر نہ ٿو ٿئي، اهو ناقص اعتدال کان هٽيل ۽ روحانيت کان وانجهيل آهي. اٺن، پکين ۽ ٻين حيوانن جي طبيعت کان وڌيڪ ڪثيف طبيعت وارو آهي. جنهن ماڻهوءَ تي بهار جي گونچن ۽ ستارن جي نغمن جو اثر نہ ٿئي، اهو خراب سياءَ جو ماڻهو چئبو ۽ هن جي ڪابہ اصطلاح ڪري نہ ٿي سگهجي.

امام غزاليءَ جي زير بحث ذڪر مان انساني طبع تي اثر انداز ٿيندڙ راڳ جا چار قسم مقرر ڪري سگهجن ٿا. حرام، مڪروهہ، مباح ۽ مستحب. حرام انهن ماڻهن لاءِ، جن تي شهوت غالب هجي ۽ راڳ سببان انهن جا حيواني جذبا مشتعل ٿيندا هجن. مڪروهہ انهن ماڻهن لاءِ، جيڪي ان کي هر وقت شغل بڻائن ٿا. مباح انهن لاءِ، جن کي راڳ مان مزو ايندو هجي ۽ هو ان کي هڪ فن جي حيثيت ۾ ٻڌندا هجن ۽ انهيءَ کان علاوه هو موسيقيءَ مان ٻيو ڪو بہ تاثر نہ وٺندا هجن.

فقير غلام علي مسرور بدويءَ مطابق سماع جي معنىٰ آهي ٻڌڻ، هي لفظ قرآن مجيد ۾ ڪونہ آيو آهي، پر قديم عربيءَ ۾ ڳائڻ وڄائڻ جي معنىٰ لاءِ ڪم اچي ٿو. سڀ کان زياده اصطلاحي معنىٰ ۾ ان جو استعمال تصوف ۾ ٿئي ٿو ۽ ان جي معنىٰ موسيقيءَ ۾ انهماڪ، ڳائڻ،

جهونگارڻ ۽ مذهبي جوش ۽ وجد پيدا ڪرڻ لاءِ سرتار ۾ ڳائڻ آهي يا وري آواز ۽ ساز ۾ ڳائڻ وڄائڻ آهي.

پروفيسر سرفراز حسين قاضيءَ پنهنجي ڪتاب ’تصوف تي پنجابي دي صوفي شاعر‘ ۾ لکيو آهي ته موسيقيءَ جي علم کي غير اسلامي چيو وڃي ٿو، ڇو ته هي هڪ نشي آور شيءِ آهي. جيڪا شيءِ مستيءَ ۾ آڻي، اها شريعت ۾ غير قانوني قرار ڏنل آهي، پر صوفين جي نزديڪ مستي مستيءَ ۾ فرق نظر اچي ٿو. اها مستي جيڪا جذب جي ڪيفيت يا حالت پيدا ڪري ته ان کي ’عين الايمان‘ چيو وڃي ٿو.

چيو وڃي ٿو ته هڪ ماڻهوءَ جي دل جي ڌڙڪن هڪ منٽ ۾ پنجهتر کان نوي ڀيرا ڌڙڪندي آهي، پر جڏهن هڪ ماڻهو پنهنجي رب سان موسيقيءَ ۽ سماع جي ذريعي ملڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ته ان جي دل جي ڌڙڪن سان گڏ جسماني ڏڪڻي به پيدا ٿئي ٿي، هن مقام تي پهچڻ کانپوءِ فطرت سان يڪ رنگي به پيدا ٿئي ٿي ۽ مٿس وجد يا حال ظاهر ٿئي ٿو. اهڙو صوفي هر وقت الله جي ذات مان عرفان حاصل ڪندو آهي. سيد نصير احمد جامعي پنهنجي اردو تصنيف ’حضرت بابا فريد گنج شڪر‘ ۾ لکيو آهي ته: شيخ حضرت فريدالدين مسعود گنج شڪر (1157ع-1265ع) جو سماع سان بيحد شغف هو. هن ماع کي دل جي راحت قرار ڏنو آهي، جو اهو اهل محبت جي دل ۾ حرڪت پيدا ڪري ٿو. سماع جي حرمت تي هڪ ڏينهن گفتگو ٿي رهي هئي ته فرمايائون: سبحان الله سماع انهن ماڻهن لاءِ جائز قرار ڏنو ويو آهي، جيڪي ان ۾ اهڙا ته مستغرق ٿين جو هڪ لک تلوارون سندن سر تي هنيون وڃن يا هڪ هزار فرشتا سندن ڪن ۾ ڪجھ چون، پوءِ به ڪين ڪنهن ڳالھ جي خبر نه پوي. هڪ ڏينهن سماع جي محفل ۾ هڪ فارسي غزل پيش ڪيو ويو:

ملامت ڪردن اندر عاشقي راست،
ملامت کي ڪند آنڪس ڪه بنياست
نه هرز دامني راعشق زيد،
نشانِ عاشقي ازدرد پيداست
نظامي تاتواني پارسا باش
ڪه نورِ پارسائي شمع دلهاست.

هن غزل حضرت فريدالدين تي ايتري ته بيقراري ۽ عجيب ڪيفيت طاري ڪئي، جو مٿس ست ڏينهن ۽ ست راتيون وجد جو عالم رهيو. بي چين ٿي ڪنهن محفل ۾ رقص به ڪندو هو. نماز جي وقت هوش ۾ اچي نماز جا فرض بجا آڻيندو هو ۽ وري مٿس بي هوشي طاري ٿي ويندي هئي. حضرت خواجه نظام الدين کان روايت آهي ته: حضرت فريدالدين کي سماع مان حظ حاصل ٿيندو هو. هڪ ڏينهن جڏهن سندس سماع ٻڌڻ تي دل ٿي ته قوال موجود ڪو نه هو. ساڳئي وقت بدرالدين اسحاق چيو ته حضرت قاضي حميدالدين ناگوريءَ اوهان ڏانهن خط موڪليو آهي، پاڻ فرمايائون ته سندس خط اٿي بيهي پڙهيو وڃي، جڏهن بدرالدين خط پڙهڻ شروع ڪيو ته ان ۾ هيءَ روايت لکيل هئي:

”فقير حقير نحيف ضعيف محمد عطا ڪه بنده درويشان
است واز سرِ ديده خاڪ قدم ايشان“

جڏهن حضرت فريدالدين ايترو ٻڌو ته مٿس وجد طاري ٿي ويو، پوءِ ان خط مان هيءَ رباعي پڙهائي وئي.

آن عقل ڪجاڪه در ڪمال تورسد
وآن روح ڪجا ڪه در جلال تورسد
گيرم ڪه تو پرده برگر خطي زجمال
آل ديده ڪجا ڪه در جمالِ تورسد.

وجد جي ڪيفيت ۽ سماع لاءِ هڪ ٻي به روايت مشهور آهي ته هڪ ڀيري حضرت نظام الدين اولياءَ وجد جي حالت ۾ نچڻ لڳو ان محفل ۾ حضرت رڪن عالم به موجود هو. هن حضرت نظام الدين کي دامن کان جهليو ۽ ڇڪي ويهاري ڇڏيائين. ٻيو دفعو وري حضرت نظام الدين اٿي نچڻ لڳو، حضرت رڪن عالم وري کيس ويهاري ڇڏيو. ٽيون دفعو جڏهن حضرت نظام الدين اٿي نچڻ لڳو ته هن ڀيري هن کي دامن کان ڇڪي ويهارڻ جي بدران حضرت رڪن عالم نفل پڙهڻ ۾ مشغول ٿي ويو. نفل پڙهي جڏهن واندو ٿيو ته ڪنهن ماڻهوءَ کانئس پڇيو ته پهريان ٻه دفعا جڏهن حضرت نظام الدين رقص لاءِ اٿيو ته اوهان کيس ويهاري ڇڏيو، پر ٽيون ڀيرو جڏهن پاڻ رقص لاءِ اٿيو، ته اوهان نفل پڙهڻ شروع ڪري ڏنا، ان جو ڪهڙو سبب آهي؟ حضرت رڪن الدين جواب ڏنو ته پهريون دفعو جڏهن حضرت نظام الدين اٿيو ۽ رقص لاءِ پير ڪنيائين ته سندس پير پهرئين آسمان تي پيو، مون هن جي دامن کي ڇڪي ويهاري ڇڏيو. ٻيو دفعو جڏهن اٿيو ته سندس پير ستين آسمان تي پيو، منهنجو هٿ ستين آسمان تائين پهچي ٿي سگهيو ۽ مون هٿ وڌائي، سندس دامن کي جهلي کيس ويهاري ڇڏيو. پر جڏهن ٽيون ڀيرو هو رقص لاءِ اٿيو ته هو ساري ڪائنات ۾ مون کي ڪٿي به نظر نه ٿي آيو ۽ مان نفل پڙهڻ لڳس.

صوفي هميشه تمثيلي ۽ علامتي انداز ۾ گفتگو ڪندا آهن. حضرت رڪن عالم جو جواب به تمثيلي ۽ علامتي هو ته پهرين دفعي حضرت نظام الدين اولياءَ کي پهرين آسمان واريون روحاني بلنديون حاصل هيون. ٻيو ڀيرو کيس ستين آسمان واريون بلنديون حاصل ٿيون ۽ ٽيون دفعو سندس هستي مينجي هيڪڙائيءَ سان اهڙيءَ طرح هڪ ٿي وئي هئي، جو هو ڪٿي به نظر نه ٿي آيو اهي سڀ حالتون سماع ۾ صوفين جي وجداني ڪيفيت ۽ حال کي ظاهر ڪن ٿيون.

آغا سليم لکيو آهي ته مئي ۽ سريلي آواز جي تاثير جي باري ۾ صوفين پنهنجي ڪتابن ۾ ڏاڍا عجيب ۽ غريب ۽ ويساهه ۾ نه اچڻ جهڙا واقعا ڏنا آهن. سريلي آواز سان رڙيون ڪندا هئا، نچندا هئا ۽ مري به پوندا هئا. حضرت دائود عليہ السلام جڏهن زبور پڙهندو هو ته انسان، جن ۽ حيوان سندس قرا"ت ٻڌندا هئا ۽ ڪي مري به پوندا هئا.

صوفين خوش الحان آواز جي بيان ۽ سماع کي جائز قرار ڏيڻ لاءِ قرآن پاڪ ۽ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم جي حديثن جا ڪيترائي دليل ڏنا آهن. صوفين جو چوڻ آهي ته پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن سريلي آواز کي پسند ڪندا هئا ۽ قرآن مجيد کي خوش الحانيءَ سان پڙهڻ جي تلقين ڪندا هئا. پاڻ سڳورن فرمايو ته: قرآن کي پنهنجي آواز سان سهڻو ناهيندا ڪريو. ڇاڪان ته سٺي آواز سان قرآن مجيد جي خوبي وڌندي آهي. سٺي آواز جي فضيلت بيان ڪندي فرمايائون: هر شيءِ جو زيور هوندو آهي ۽ اهڙيءَ طرح قرآن مجيد جو زيور مٺڙو آواز آهي. الله پاڪ ڪنهن شيءِ کي ايڏي غور سان نه ٻڌندو آهي، جيترو قرآن مجيد کي ٻڌندو آهي. جڏهن ڪو قرآن مجيد کي خوش الحانيءَ سان پڙهندو هجي.

حضرت خواجه معين الدين چشتي (1192ع) کي سماع جو ڏاڍو ذوق هو ۽ سماع جي محفلن ۾ مٿس غير معمولي ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي. هڪ ڀيري پاڻ حضرت خواجه ابو يوسف چشتيءَ جي خانقاهه ۾ ترسيل هو، اتي محفلِ سماع ۾ قوالن هي شعر پڙهيو:

عاشق بهوائي دوست بيهوش بود،

وازيادِ محبوب خويش مدهوش بود،

فرد آيه به حشر خلق حيران مانند،

نام تودرون سينه و گوش بود،

خواجه صاحب تي ان جو ايڏو اثر ٿيو جو ڪيترائي ڏينهن بيهوش رهيو. حضرت نصيرالدين چراغ دهلوي ’منقاع العاشقين‘ ۾ ٻڌايو آهي ته شيخ الاسلام خواجه معين الدين سماع بابت فرمايو آهي ته سماع حق جا اسرار معلوم ڪرڻ جو ذريعو آهي. سندس وفات به سماع ٻڌندي ٿي. حضرت خواجه حسن بصريءَ سماع سان پيدا ٿيندڙ ڪيفيت لاءِ فرمايو ته وجد هڪ راز آهي، جڏهن ان جي تحريڪ ٿيندي آهي، تڏهن وجد طاري ٿي ويندو آهي. سماع ورد الاهي آهي. جنهن سماع کي سچائيءَ سان ٻڌو، اهو حق تائين پهچي ويو ۽ جنهن ان کي نفس جي خوشيءَ لاءِ ٻڌو، اهو بي دين ٿي ويو.

**سماع جا ساز سرود ۽ شاعريءَ جون صنفون:** سماع جي روايت هر صوفي سلسلي ۾ عليحده عليحده آهي. ڪن طريقن ۾ صرف سرود کي اهميت ڏنل آهي ته ڪن ۾ ساز کي به اهميت ڏني وئي آهي. صوفين وٽ ساز سرود مان مراد صرف نيت جي سچائيءَ سان ٻڌڻ ۽ ذات حقيقي ۾ مستغرق ٿيڻ چاهيو آهي. انهيءَ لاءِ صوفين ڪيترائي دليل ڏنا آهن. جيئن مٿي چاهيو ويو آهي ته خوش الحان ۾ قرآن شريف جي تلاوت کي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن پسند فرمائيندا هئا، اصحابي سڳورا پڻ مٺي آواز کي پسند ڪندا هئا. حضرت شيخ فريد الدين مسعود گنج شڪر کي جڏهن بدرالدين اسحاق حضرت قاضي حميد الدين ناگوريءَ جو خط پڙهي ٻڌايو ته مٿس وجد طاري ٿي ويو.

آغا سليم مطابق شايد امام غزاليءَ جي ڏينهن ۾ سماع ۾ ساز به شامل ٿي ويا هئا، جو امام غزالي سماع جي باري ۾ بحث ڪندي ڪن سازن کي حرام ۽ ڪن سازن کي جائز قرار ڏنو آهي. مثال مرزا مير عراقيءَ، تارن جي ساز عود، چنگ، رباب ۽ سارنگيءَ کي ناجائز قرار ڏنو آهي، جڏهن ته دهل، نغاري ۽ دف وغيره کي جائز قرار ڏنو آهي. بهرحال اهي شرعي يا مسلڪي مسئلا آهن. ڪن صوفين سازن جي وڄت کي سماع جي لحاظ کان جائز قرار ڏنو ته ڪن وري ناجائز قرار ڏنو آهي. پر جيئن موسيقي سماع جو حصو آهي، تيئن سمجهڻ گهرجي ته هي لفظ موسيقي انگريزي لفظ Music وانگر ڪيترين ئي معنائون ڏئي ٿو. مثلاً شاعري، ساز، گائيڪي ۽ رقص. اهي چارئي فن هڪ لفظ موسيقيءَ ۾ سمائي سگهجن ٿا، پر سماع ۾ صرف ڪن جائز سازن جو استعمال ٿئي ٿو ۽ سماع جي شرطن جو خاص خيال رکڻو پوي ٿو.

سهروردیه سلسلي جي مشهور صوفي حضرت بهاؤ الدين ذڪريا جي باري ۾ چيو وڃي ٿو ته پاڻ موسيقيءَ جو وڏو چاهڪ هو. ڪيس موسيقيءَ جو وڏو علم هو ۽ موسيقيءَ ۾ رهنمائي پڻ ڪندو هو. ’راڳ درپڻ‘ جي مصنف فقرالله لکيو آهي ته مخدوم صاحب ڪن مصرعن جو نالو ’چند‘ رکيو، جن ۾ الله پاڪ جي حمد، عاجزي، انڪساري ۽ ٻيا مضمون شامل هئا.

مخدوم صاحب ڌناسري ۽ ملتاني راڳن کي ملائي ملتاني ڌناسري ايجاد ڪئي. چشتيه سلسلي جي محفل سماع ۾ گهڻو ڪري قوالي ڳائي ويندي هئي ۽ قواليءَ جي محفل کي چونڊائي محفل سماع آهن. عام طور تي چيو وڃي ٿو ته امير خسرو قواليءَ جو موجد آهي. پر محققن ان ڳالهه کي رد ڪيو آهي ته امير خسرو کان اڳ قوالن ۽ قواليءَ جو ذڪر ملي ٿو. ٻي روايت مطابق امير خسرو قواليءَ جي فڪر ۽ فن جي نسبت سان سازن ۾ نواڻ آندي، تنهنڪري ڪيس موجوده قواليءَ جو باني چيو وڃي ٿو. محمد اڪرم خان ’معدن الموسيقي‘ ۾ قواليءَ جا ڪيئي نمونا ڏنا آهن.

امير خسرو لاءِ چيو وڃي ٿو ته هن قول، قلباڻو ۽ ترانو ايجاد ڪيا. قول ۾ جيڪڏهن قواليءَ جو ٽيڪو وجهي ته قول کي قوالي چئبو ۽ جيڪڏهن قول ۾ تراني جو ميلاپ ڪيو وڃي ته اهو قلباڻو ٿيندو آهي. عرب سلسلي جي موسيقيءَ ۾ ’النو‘ يعني نوبت جو اڳاٽو ذڪر مصنف ابو الفرج اصفهاني (وفات: 967ع) جي ڪتاب ’الاغاني‘ ۾ ملي ٿو. نوبه جي لفظي معنيٰ آهي: ڳائيندڙن جي ٽولي ۾ واري واري سان ڳائڻ. عبدالقادر ابن غيبي (وفات: 1435ع) جي وقت ۾ نوبت جا چار ’حلقا‘ يا ’وارا‘ بيان ڪيا ويا آهن. قول، غزل، ترانه ۽ فرواشت، انهن تي هن پاڻ پنجين حلقي مستزاد ۾ اضافو ڪيو.

اٺين صدي عيسويءَ ۾ عربن سنڌ فتح ڪئي، ان وقت سنڌ ۾ عربي شاعريءَ جو رواج شروع ٿيو. ڪي شاعر عرب مان سنڌ آيا هئا ته ڪن سنڌي شاعرن عربيءَ ۾ شاعري ڪري داد حاصل ڪيو. ڊاڪٽر بلوچ جي تحقيق موجب سنڌ ۾ مولود ڳائڻ يا پڙهڻ جو انداز عرب موسيقيءَ جي گائيڪيءَ وارو آهي. سماع جي سلسلي ۾ سنڌ ۾ سمن جي آخري دور 13 صدي عيسويءَ ۾ مولود اصل سماع جو جز هئا. ان ڪري شروع کان ئي

مولودن ڪي سازن سرودن تي نہ ڳايو ويو، بلڪ انهن ڪي قرآت وسيلي صحيح، مٺي ۽ چٽي آواز سان پڙهيو ويو ۽ انشاد جي اصول مطابق آلاپيو ويو. انڪري ئي مولودن، مداحن ڳائڻ جي بدران مولودن جو اصطلاح رائج ٿيو. ابودلف عجلي ۽ رودڪي لاءِ چيو وڃي ٿو تہ انهن رباعي ايجاد ڪئي. موسيقيءَ جا مشهور استاد هئا، پهريائين قول کي رباعيءَ ۾ درج ڪري ترانې ۾ ڳايو ويو. امير خسرو جي وقت ۾ هندستاني موسيقيءَ جو هڪ قسم پربند هو، ان جا ڇهہ ذاتو هئا، جن مان هڪ تناڪا ۽ ٻيو پدم هو. پربند جي انهن ٻن ذاتن جو ترانې تي ايترو تہ اثر پيو، جو ترانې جي شڪل ئي بدلجي وئي. هاڻي هي موجوده موسيقيءَ جو حصو آهي.

ڊاڪٽر بلوچ جي تحقيقات موجب سنڌ ۾ سماع جو سلسلو ٽيرهين صديءَ کان وٺي شروع ٿيو. ايندڙ ٽي سو سالن تائين اهو اوج ۽ عروج کي پهتو. سنڌ جي قوالن ۽ ذاڪرن سنڌي منظوم صنفن بيت ۽ ڪافي توڙي سنڌي موسيقيءَ جي نغمن ۾ ڪافي راڳ کي سماع جي محفلن ذريعي سنڌ ۽ ملتان واري مرڪزي خطي توڙي مٿئين پنجاب تائين مشهور ڪيو. امير خسرو پڻ سنڌي قوالن جي ڳايل ڪافي راڳ کان متاثر ٿيو. جڏهن هو شيخ فريدالدين جي وقت ۾ 5 سال ملتان ۾ اچي رهيو هو. 16/15 صدي عيسويءَ ۾ شيخ عبدالجليل ۽ سندس جانشين جي حلقن ۾ سماع جون محفلون مچايون ويون ۽ فارسيءَ سان گڏوگڏ سنڌي ڪلام پڻ ڳايو ويندو هو. ساڳئي دور ۾ ڪن سنڌي بزرگن ۽ درويشن اوير هندوستان ۽ برهانپور کي وسايو هو، جتي بہ سماع جو سلسلو قائم ڪيو. اتي جو ذاڪر 'لاڏ' يا 'لڏو' سنڌي (1523ع-1598) سنڌي ڪافيون اهڙي تہ درد ۽ سوز سان ڳائيندو هو، جو نہ فقط پاڻ مست ٿي ويندو هو، پر ٻڌندڙ پڻ محو ۽ مسرور ٿي ويندا هئا. هن دور ۾ قاضي قادن جا ست بيت سنڌ کان ٻاهر ويندي برهانپور تائين مشهور ٿيا. 'ذخيرة الخوانين' 1650ع جي مصنف شيخ فريد بکريءَ لکيو آهي تہ مير محمد فاضل سنڌي ٻوليءَ ۾ شعر ۽ ڪافي نهايت ئي سهڻي انداز ۾ ڳائيندو هو ۽ ڪيس ان ۾ مقبوليت حاصل هئي. 13 صديءَ کان 17 صدي عيسويءَ تائين جي بيت، ڪافي ۽ نظم توڙي سنڌ جو ڪافي راڳ سنڌ ۽ ملتان کان ٻاهر اتر طرف پنجاب ۾ لاهور تائين، اوير طرف برهانپور تائين ۽ وچ آگري ۾ دهلي هندستان تائين مشهور ٿيا. آئين اڪبريءَ ۾ ابوالفضل بہ لکيو آهي تہ ڪافي خاص سنڌ جو راڳ آهي، جنهن ۾ مهر ۽ محبت جو جادو سمايل آهي. ڪافي راڳ جو اثر ايترو ٿيو جو لاهور جي هڪ درويش شاهہ حسين (1539ع-1593ع) پنهنجي جذبن ۽ خيالن جو اظهار ڪافيءَ ذريعي ڪيو تہ ٻئي طرف سک پنٿ جي ابي بابا گرونانڪ پنهنجي ڪلام ۾ ڪافي نظم ۽ راڳ کي آندو ۽ سنڌ جي روايت موجب ان نظم کي سنڌي محاورن ۾ رچڻ جي ڪوشش ڪيائين. نہ صرف ايترو بلڪ سکن جي ڪيترن ئي گُرن جي ڪلام ۾ سنڌي لفظ ۽ فقرا ملن ٿا.

**سماع جا شرط:** حضرت نظام الدين اولياءَ سماع جا چار شرط مقرر ڪيا آهن:

(1) **مسمع:** ان جي معنيٰ قوال آهي، جنهن لاءِ ضروري آهي تہ هو مرد ڪامل هجي، ڪوئي ڇوڪرو يا عورت نہ هجي.

(2) **مستمع:** ان جي معنيٰ قوالي ٻڌڻ وارو آهي، جنهن لاءِ ضروري آهي تہ هو ياد الاهي کان غافل نہ هجي.

(3) **مسموع:** ان جي معنيٰ اهو ڪلام آهي، جيڪو قوال ڳائيندا آهن. ان ڪلام لاءِ ضروري آهي تہ اهو فحش نہ هجي.

(4) چوٿون شرط اهو آهي تہ سماع ۾ ساز جا آلات موجود نہ هئڻ گهرجن.

**سماع جي روايت جو تاريخي پس منظر ۽ سنڌ تائين پهچڻ:** صوفين ۽ عالمن سماع جي روايت جي سلسلي کي اسلام جي شاندار دور ۽ حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي فرمانن ۽ قرآن شريف ۾ آيل ارشادن تائين وڃي ملايو آهي، جنهن جو ذڪر مٿي آيل آهي، پر حقيقت اها آهي تہ اها ٻڌڻ جي هڪ ڪيفيت هئي، جو خوش الحان ۽ مٺي آواز جي ٻڌڻ ڪري ماڻهن تي غشي، بيهوشي، موت، وجد يا حال جي صورت ۾ طاري ٿيندي هئي. اول اها سماع جي صوفيانہ رسم يا روايت نہ هئي، بلڪ اهو ٻڌڻ جو ذوق ۽ عالم هو. ان جي پويان هڪ سوجهہ ۽ سمجهہ هئي، جنهن سماع جي روايت کي جنم ڏنو.

آغا سليم سماع جي ابتدا بابت ڄاڻائيندي لکيو آهي تہ سماع جي روايت صوفين ۾ ڪڏهن شروع ٿي، ان بابت ڪجهہ چئي نہ ٿو سگهجي، باقي ايترو سوچئي سگهجي ٿو تہ خلفاءِ راشدين ۽ اصحاب ڪرام جي دور ۾ سماع ۽ وجد جو ذڪر ڪٿي بہ نہ ٿو ملي. عربن ۾ سريلي آواز سان شعر پڙهڻ جو رواج هو ۽ تمثيلن وارا شعر ۽ قول ڳايا ويا هجن، جن هنن تي وڏو روحاني اثر ڪيو هجي ۽ ائين سماع جي روايت شروع ٿي هجي.

خواجہ حسن بصريءَ بابت چيو وڃي ٿو تہ سندس محلفن ۾ رڳو درس ٿيندو هو ۽ پاڻ درس ڏيندي زاروقطار روئندا هئا. پروفيسر سرفراز حسين قاضي پنهنجي پنجابي ڪتاب 'تصوف تي پنجابي دي صوفي شاعر' ۾ لکيو آهي تہ: سفينة الاولياءَ ۾ درج آهي تہ حضرت شيخ شبلي، حضرت ذوالنون مصري ۽ حضرت ابوالحسن سماع جا شوقين هوندا هئا ۽ انهن سماع ٻڌڻ جي اجازت پڻ ڏني هئي. آغا سليم موجب محققن جو چوڻ آهي تہ ايران جي مشهور صوفي شاعر ابو سعيد ابوالخير پهريون صوفي هو، جنهن وحدت الوجود جي نظريي سان گڏ قول ۽ سماع کي رواج ڏنو ۽ مولانا رومي عارفاڻي ڪلام سان گڏ رقص کي بہ سماع ۾ شامل ڪيو.

ننڍي کنڊ ۾ سماع جو باقاعده رواج وجهڻ وارا صوفين جا بہ سلسلا آهن، هڪ چشتيہ ۽ ٻيو سهرورديہ سلسلو. چشتي سلسلي جو اڳواڻ حضرت خواجہ معين الدين چشتي اجميري (1192ع) ۽ سهرورديہ سلسلي جو اڳواڻ حضرت بهاؤالدين زڪريا ملتاني آهن، جنهن کان پوءِ صوفين جا باقاعده سلسلا شروع ٿيا، انهن ۾ حضرت بختيار ڪاڪي، حضرت شيخ جلال ٿانيسري، حضرت شيخ ابوالحسين وراح، حضرت شيخ سيدي احمد بن ابوالحسن الرفائي، حضرت خواجہ شمس الدين محمد الڪوسري الحامي ۽ ٻيا ڪيترائي صوفي بزرگ ٿي گذريا آهن.

انهن بزرگن تہ سماع جي حالت ۾ رحلت بہ ڪئي. سماع جي سلسلي ۾ حضرت شيخ فريدالدين مسعود گنج شڪر (1157ع- 1265ع) جو بہ سماع سان نهايت شغف هو.

**سماع جي روايت جو سنڌ تائين پهچڻ:** جيئن مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون تہ سنڌ ۾ سماع جي روايت جو سلسلو سومرن جي دور ۾ 7 صدي هجري مطابق تيرهين صدي عيسويءَ کان وٺي ڏسڻ ۾ اچي ٿو (ممڪن آهي تہ ان کان اڳي بہ اهو هجي) ۽ ايندڙ ٽن سؤ سالن ۾ اهو اوج ۽ عروج کي پهتو. سماع جي تاريخ جي ڪڙيءَ ۾ پهريان تہ سنڌي ذاڪرن ۽ قوالن جو ذڪر ملي ٿو جنهن جي معرفت سنڌي منظوم صنفن بيت ۽ ڪافين توڙي سنڌي موسيقيءَ جي نغمن ۾ ڪافي راڳ کي سنڌ ۽ سنڌ کان ٻاهر ملتان ۽ پنجاب تائين مشهور ڪيو ۽ پوءِ ملتان کان اوپر طرف برهانپور ۽ وچ هندوستان ۾ دهلي ۽ آگري تائين مشهور ڪيو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي تحقيقات موجب سنڌ ۾ سماع جي روايت صوفي سلسلن ۾ چشتيہ ۽ سهرورديہ کان اڳ سنڌ ۾ اويسي طريقي جي سماع وارو رواج موجود هو. مولودن جي محفلن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ سنڌ ۾ سماع جي روايت تمام پراڻي آهي، سنڌ جي مختلف درگاهن تي جيڪو سماع يا راڳ ٿيندو آهي، تنهن مان خبر پئي ٿي تہ سنڌ ۾ سماع ۽ ذڪر جي روايت پاڻ ۾ ملي سماع جي هڪ نئين روايت کي جنم ڏنو آهي ۽ ذڪر جي روايت نہ رڳو سماع کي، پر سنڌي راڳ کي بہ متاثر ڪيو ۽ سنڌي ڪافي ڳائڻ ۾ 'الا'، 'الو' ۽ 'الوميان' جا الاپ شروع ٿيا. جيڪي ذڪر جي روايت جي نشاندهي ڪن ٿا. ڪن صوفين تہ سماع جي راڳ کي بہ ذڪر سڏيو آهي ۽ ذڪر ئي



راڳ ۽ شاعريءَ جي هڪ صنف بڻجي وئي. سنڌ ۾ سماع جي روايت اتر طرف ملتان کان بہ آيل پائنجي ٿي. ڊاڪٽر صاحب انهن هستين ۾ غوث بهاؤالدين ذڪريا ملتاني، پاڪ پتن جي بابا فريدالدين گنج شڪر، اچ جي سيد جلال بخاري، سنڌ ۾ حضرت لال شهباز قلندر ۽ شيخ حسين عرف پيرپٺي جو خصوصي ذڪر ڪيو آهي. سنڌ ۾ انهن جي تربيت ۾ ذڪر توڙي سماع جا سلسلا هليا. ڪيترائي سنڌي ملتان جي انهن بزرگن جا مريد ٿيا ۽ طريقت جو سلسلو پڻ رکيائون.

قلندر لال شهباز سومرن جي دور ۾ سنڌ ۾ آيو. جنهن بابت چيو وڃي ٿو تہ مٿس جڏهن وجد يا حال جي ڪيفيت طاري ٿيندي هئي تہ رقص ڪندو هو. پاڻ فارسيءَ جو بهترين ۽ بلند پايہ شاعر هو. فارسيءَ ۾ سندس غزل بہ رقص جي عنوان تي ملن ٿا. موجوده وقت ۾ سندس ميلي واري ڏينهن تي سنڌ، هند توڙي پنجاب جي علائقن مان ايندڙ مريد ۽ معتقد 'ڌمال' تي رقص ڪندا آهن. ان دور ۾ اسماعيلي داعين بہ پنهنجي پرچار ۽ تبليغ جو ڳڙهہ ملتان کي ڪيو هو. انهيءَ سلسلي ۾ سڀ کان پهريون داعي پير نورالدين ايران کان 1079ع ۾ پهريان هندستان ۽ پوءِ سنڌ ۾ آيو. ڪيس 'ست گر نور' بہ چيو ويندو هو. ان کان پوءِ پير حسن ڪبيرالدين، پير شهاب الدين، پير صدرالدين، (جنم: 1409ع) بہ ملتان ۾ آيا. انهن جي هٿان ڪيترا لوهاڻا ۽ برهمڻ مسلمان ٿيا، ڪين 'خواجہ' جو لقب ڏنو ويو. سندن ڪلام کي 'گنان' چيو وڃي ٿو. جنهن ۾ هندي، گجراتي، سنڌي ۽ ڪڇي زبان، لاڙي ۽ ملتاني محاورا سمايل آهن. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي موجب پير صدرالدين اسماعيلي فڪر جي دعوت ڏيڻ لاءِ هند ۽ سنڌ ۾ آيو ۽ لاڙ ۾ ڪوٽڙي الله رکئي شاهہ ۾ مرڪز قائم ڪيائين. تبليغ ۽ دعوت جي سلسلي ۾ ويدانيت جي اصولن کي مدنظر رکي، هندن تي اثرانداز ٿيو. گنانن سان گڏ هيئت ۽ ڳائيڪيءَ جي لحاظ کان هڪ صنف 'وينتي' بہ آهي.

برصغير وانگر سنڌ ۾ بہ مذهب اسلام جي تبليغ لاءِ پهريان صوفين جا اهي ٽي سلسلا آهن، چشتيہ، سهرورديہ ۽ اسماعيلي. انهن سلسلن جي صوفين جي پرچار جو مقصد اهوئي هو تہ دين اسلام جي دعوت ڏجي. جيئن حضرت خواجہ معين الدين ۽ حضرت نظام الدين اولياءَ هندوستان ۾ سماع جو باقاعده رواج وڌو، تيئن اسماعيلي داعين بہ گنان جي شاعريءَ ۾ اسلام جي پرچار ڪئي. چو تہ انهن بزرگن کي اها ڄاڻ هئي تہ هندن جي عبادت توڙي عقيدي ۾ اڳيئي لطيف فن موجود آهن، تنهنڪري صوفين سماع جي موسيقي ۽ شاعريءَ ۾ ويدانيت جو ٻج پوکي، دين اسلام جي دعوت کي عام ڪيو. جنهنڪري ڪيترائي هندو سندس مريد بہ ٿيا ۽ ڪيترن ئي اسلام جي دعوت کي قبول ڪيو.

ملتان سان سنڌ جي ڪيترن ئي ماڻهن عقيدت جو سلسلو رکيو. سنڌي ادب جي تاريخ ۾ اهڙا بہ ٽي نالا ملن ٿا، جن بابت ڪي ڳالهيون مشهور ٿيون. شيخ جيو يالا ڏيو (مڪليءَ جو ڏيو) حضرت غوث بهاؤالدين ذڪريا ملتانيءَ جو مريد هو جنهن کي 'لاڪيٽا' ۽ 'نورسيا' قوم وارن شهيد ڪيو. ان موقعي کان متاثر ٿي پيرپٺي چيو:

نورسيا نہ رسيا، لٿو ليڪو لاڪاٽين،
مدي رکي من ۾، جيئو ڪنو جن،
توڙئون لڳو تن، بجو بهاؤالدين جو

آغا سليم موجب سماع جي روايت جڏهن سنڌ ۾ پهتي، تڏهن سماع کي سنڌي اچار موجب 'سمهہ' چيو ويو ۽ سماع ٿيڻ جي بدران سنڌ ۾ سمهہ ٿيندي هئي يا سمهہ لڳندي چوندا هئا. سمهہ هئڻ انڪري چيو ويندو آهي، جو سمهہ ۾ ذڪر واريون ضربون هنيون وينديون آهن،

يعني سمهہ جي اوناٽيءَ کي تال جي ضربن واري انداز ۾ ادا ڪيو ويندو آهي ۽ پڻ حلقو هنيو ويندو آهي. سمهہ ۾ ڳائڻ ۽ نچڻ ٻئي شامل آهن، سمهہ وارا حلقي ۾ شامل ٿيندا، هڪڙو اوناٽي ۽ بيت چوڻ ۾ اڳواٽي ڪندو آهي، حلقي وارا اوناٽيءَ ۾ شريڪ ٿي ٿي ضربون هڻندا آهن، يعني تہ حلقي وارا اوناٽيءَ جا اکر تال واري لئي ۾ ادا ڪندا آهن.

مير معصوم شاهہ جي تاريخ ۾ سنڌي سماع جو طريقو هن ريت ڏنل آهي، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي واري نسخي موجب گهڻ جيترا آدمي هڪ هنڌ گڏ ٿيندا آهن، انهن مان ڪي پنهنجي زبان ۾ سر سان بيت پڙهندا آهن ۽ ٻيا ان سرجي موافق سماع ڪندا آهن. پوءِ ڪن ڪي حال بہ اچي ويندو آهي، جن کي حال پوندو آهي، سي گهوڙي وانگر پڙ ڪڍندا آهن ۽ مست ٿي پوندا آهن. ٻيئلن مان هر هڪ انهن کي چيلهہ کان قابو جهلي بيهندو آهي، پوءِ اهي نچندا آهن ۽ وات سان بلند آواز ڪندا آهن. ٻن ٽن سون سماعين جو آواز هڪڙي هنڌان اچڻ عجيب پڙاڏو وجهي ڇڏيندو آهي ۽ ميل يا وڌيڪ مفاصلي تي ٻڌڻ ۾ ايندو آهي. مخدوم عبدالله (1736ع-1763ع) پنهنجي ڪتاب 'ڪنزالعبرت' ۾ سماع جي تشريح ۾ هي نظم لکيو آهي:

سماع مثل سرود جي، پڻ آهي حراما،
هئي حلال جن کي، سي سوار لڌئا،
حلال تن جو هيڙو، لکئو ڪتابن آهہ،
تہ نہ عادت ان سماع هئي، نہ ڪا عبادتا،
مگر جڏهن منجهان محبت رب جي، هر ڪنهن ايندو ساءَ
تڏهن پان هڻندا هئا پٽ تي، گهڻي خوف منجهان،
مست ڪندا هئا پاڻ کي، منجهہ محبت مولىٰ،
جاهل سماع تن کي، هئا پائيندا،
۽ ان تي ايندو اهڙو، وقت تہ ويرا،
جيئن موت حياتيءَ جي هئي پوندي خبر نہ ڪا،
جي پيا ڪري پاٽيءَ ۾، ڪ چميري جرائيا،
ڪ لڳين ترارڪ ڪاتي، تہ پڻ ڪين ڏکويا،
اڄ پڻ جنهن تي اي وقت، اچي تہ مباح آهہ،
۽ ٻيا جي ريسون ڪيوان سين، اي پر ڪرين ٿا،
جڻ تا مست ٿين جاٽيو ٻجهيو ٽپا ڏين ٿا،
۽ پڻ پلي عبادت فرض، ڪندا ايهي جاڻن ٿا،
۽ اوڏائي والله سين، تا طلبين ان منجهان،
۽ پڻ ڪيڻ خبر نہ ايندي ڪئن ڪجهہ طهارتا،
آهي مثل ان جو چرين مثالا،
جن چريو ڪيو دِڳ گهڻو، تڏهن وڌا ڏي ٽپا.

سنڌي موسيقي، پوءِ اها عام موسيقي هجي، ڪافي ڪلام هجي يا ڪلاسيڪي موسيقي هجي، جو مزاج ۽ ان جي اندر جي ڪيفيت صوفياڻي آهي. ايسيتائين جو عورت ۽ مرد جي احساساتي تعلق واري جمالياتي شاعري يا جنگ و جدل واري رزميہ شاعريءَ کي بہ ائين ڳايو ويندو آهي، جو ان مان صوفياڻو رنگ پيو جهلڪندو آهي. ان جو سبب سنڌ جي مٽيءَ جو صوفياڻو سڀاءُ آهي.

سماع جي سلسلي ۾ سمن جي حڪمرانيءَ جي پوئين دور ۾ شيخ عبدالجليل چوهڙ جو نالو اهم آهي، عام طرح شيخ چوهڙ جي نالي سان مشهور هو ۽ روحاني فيض سببان سندس لقب 'قطب العالم' هو سو 9 صدي هجريءَ ۾ ضلعي رحيم يار خان بهاولپور ڊويزن جي قديم شهر 'موءِ مبارڪ' جو هڪ وڏو صوفي درويش ٿي گذريو آهي، شيخ چوهڙ سلطان بهلول لوڌي (1451ع-1489ع) جو نائي هو حسب نسب جي لحاظ کان هو 'موءِ مبارڪ' جو مشهور ولي شيخ حميدالدين حاڪم جي پنجين پشت مان هو حضرت حاڪم جي غوث بهاؤالدين زڪريا جي ڌيءَ سان شادي ٿي هئي، جنهنڪري حضرت حاڪم جي خاندان ۽ اولاد جو غوث بهاؤالدين زڪريا جي خاندان ۽ اولاد سان عزازت توڙي طريقت جو گهاٽو رستو هو. انهيءَ ڪري حضرت غوث بهاؤالدين جي سنڌي مريدن ۽ معتقدن جو حضرت حاڪم جي اولاد سان پڻ تعلق وڌيو. شيخ عبدالجليل چوهڙ جي درٻار ۾ سماع جون محفلون ٿينديون هيون، جن ۾ سنڌ جا خوش الحان ذاڪر فارسي توڙي سنڌي ڪلام وڏي لئي ۽ سوز سان ڳائيندا هئا. انهن سماع جي محفلن جو ذڪر شيخ عبدالجليل جي سوانح عمري ۽ ملفوظات جي ڪتاب 'تذڪره قطبيہ' ۾ پڻ موجود آهي. اهو ڪتاب سندس مريد جمال الدين ابوبڪر الله آباديءَ 1540ع ڌاري لکيو. هن ڪتاب جي حوالن مان معلوم ٿئي ٿو تہ غوث صاحب جا راڳيندڙ اڳواڻ سنڌي هئا، جن ملتان، پنجاب ۽ دهليءَ تائين سماع جي محفلن کي مشهور ڪيو ۽ سنڌي توڙي فارسي ڪلام کي ڳايو. حضرت رڪن الدين جي سماع جي محفلن ۾ 'مير حسن سنڌي' راڳيندڙ جو نالو پڻ ڪتاب ۾ آيل آهي. حضرت نظام الدين اولياءَ وٽ 'حسين سنڌي' نالي قوال ايندو هو، جيڪو اهڙو تہ سرود ڪندو هو جو نظام الدين اولياءَ تي وجد جي ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي. ان دور کان اڍائي سو سال پوءِ شيخ عبدالجليل جي وقت ۾ سنڌ ۾ سماع ڪندڙن جو سلسلو پوري اوج ۽ عروج تي هو ۽ سنڌي قوالن، ذاڪرن، صوفين ۽ بزرگن لاهور ۽ پنجاب جي مختلف علائقن کان ويندي ڪوهستان، ڪانگڙه جا علائقا پڻ ورسيا، شيخ چوهڙ انهن علائقن ۾ بہ ويندو هو ۽ ڪن روايتن موجب سنڌ جو بہ سفر ڪيائين. شيخ عبدالجليل چوهڙ سان هڪ وڏي روايت منسوب هي آهي تہ هڪ پيري شيخ گجر، حضرت شيخ عبدالجليل کي دعوت ڏئي سندس ڳوٺ 'هاندي گجر' ۾ وٺي آيو، اتي سماع جي محفل ٿي، جنهن ۾ سماع ڪندڙ ذاڪرن فارسي شاعري ترانئي ۾ ڳائي ۽ ان سان گڏو گڏ هڪ ڏوهيڙو ٿي ڏنائين، جنهن ڏوهيڙي لاءِ بلوچ صاحب چيو آهي تہ سنڌيءَ ۾ ٿي سگهي ٿو. حضرت شيخ عبدالجليل تي حال پئجي ويو ۽ انهيءَ جذبي واري حالت ۾ سندس فيض جي نظر سان ٽي سؤ ماڻهن اسلام قبول ڪيو.

'تذڪره قطبيه' ۾ آيل آهي ته شيخ عبدالجليل چوهڙ سنڌي ڄاڻندو هو ۽ سنڌيءَ ۾ بيت به چيو اٿائين. سندس ٻولي سرائيڪي هئي، پر بعضي ڪي سرائيڪي بيت سنڌيءَ ۾ به ڳائيندو هو. 'تذڪره قطبيه' ۾ اهڙا چار بيت آيل آهن. جيڪي بلوچ صاحب جي تحقيق موجب سنڌي سرائيڪي گاڏڙ آهن، پر سنڌي ٻوليءَ جو اثر منجهس گهڻو آهي.

جمال الدين ابوبڪر الله آباديءَ لکيو آهي ته شيخ عبدالجليل چوهڙ جو پائيتيو شيخ علي بري، جيڪو سماع جي وجد واري حالت ۾ اڏامندو هو. شيخ عبدالجليل جي وفات کانپوءِ سندس روضي تي سماع جون محفلون ٿينديون رهنديون هيون. روايت آهي ته هڪ ڏينهن سماع جي محفل ۾ درويش نچيا پئي، انهن مان هڪ درويش اچي ذاڪرن کي چيو ته ڪا لئي ٻڌاءِ ته درويش خوش ٿين. ذاڪر عرض ڪيو ته عزيزو هي فقير فقط انهيءَ جماعت ۾ ڳائيندو، جنهن ۾ شيخ بري هوندو. چاڪاڻ ته منهنجي هن سان سچي دل آهي، تنهن تي هڪ درويش چيس ته شيخ ازخود اچي ويندو. تڏهن انهيءَ ذاڪر 'حسيني مقام' جي لئي ۾ هي سنڌي ڏوهيڙا ڳايا:

چران ته چڪن چاڪ، وهان ته وه سنجري
ماءُ منهنجي ڏيل سين، سورن ڪئي اوطاق
جيئن تون جا ناپاڪ، آسا بند اڙين جي.

من ڪي لوچ فراق، اسان هيئون نه ڏار ٿئي،
سڪون پريان ساڪ، رب ڏڪائي ڪڏهين.

سنڌ ۾ سماع جي سلسلن ۾ مخدوم احمد ڀٽيءَ جو به وڏو نالو آهي، هي بزرگ ۽ درويش هالاڪنديءَ (پراڻن هالن) جي درويش مخدوم اسحاق ڀٽيءَ جو فرزند هو. مخدوم اسحاق ڀٽي غوث بهاؤالدين زڪريا جي سلسلي جو مريد ٿيو هو. مخدوم احمد به زماني جو قطب ۽ وڏو ولي الله هو. ڪيس سماع سان چاهه هوندو هو. روايت آهي ته ڪو عالم وڏي حب سان ملڻ آيس، پر جيئن ٻڌائين ته مخدوم صاحب کي سماع جو ذوق آهي، تنهنڪري دل سوڙهي ڪيائين. مخدوم احمد ڪيس چيو ته هي سماع نفساني خوشيءَ لاءِ ناهي، پر سوز ۽ درد کي جاڳائڻ لاءِ آهي. ان بعد مخدوم صاحب عالم کي پنهنجي سماع جي حلقي ۾ وٺي ويو. جتي ان عالم کي ايترو ته سوز ۽ درد جاڳيو جو انهيءَ حالت ۾ ڪانئس نماز به قضا ٿي وئي، ان بعد چون ٿا ته اهو عالم هميشه لاءِ صاحبِ حال ۽ صوفي ٿي ويو. مخدوم احمد ڀٽي سماع جي محفلن ۾ شريڪ ٿيندو هو، جتي مٿس تمام گهڻو وجد طاري ٿي ويندو هو. چون ٿا ته مخدوم صاحب وصال به انهيءَ حالت ۾ ڪيو. هڪ ڀيري مخدوم احمد نيرون ڪوٽ (حيدرآباد) ۾ سماع جي مجلس ۾ مشغول هو. انهيءَ موقعي تي ذاڪر سنڌي بيت اهڙي ته سوز واري آواز ۾ ڳايا، جوان ٻڌڻ سان مخدوم هن درويش دم ڏنيءَ حوالي ڪيو. اها تاريخ 936 هه/1529ع يا 1530ع ٻڌائي وڃي ٿي.

حديقة الاولياءَ جي مصنف سيد عبدالقادر اهي بيت ڏنا آهن، جيڪي هي آهن:

سڏ سڄاڻي پرينءَ جي، وانگي جي نه ورن،
ڪوڙي دعوىٰ دوست جي، ڪڄاڙي ڪي ڪن

هي بيت ٻڌڻ کانپوءِ مخدوم صاحب جي روح پرواز ڪيو. ان بعد ذاڪر ٻيو بيت چيو:

سر ڏيئي سٽ جوڙ، ڪنهن پر ڪلالن سين،
مرٽا منهن مَ موڙ، اڄ وٽي ٿي وڏ لهي.

'حديقة الاولياءَ' جو مصنف سيد عبدالقادر لکي ٿو ته مان شيخ پرئي ويرداس سان ملڻ لاءِ ويس، جيڪو اصل ۾ هندو هو بعد ۾ مسلمان ٿيو ۽ سندس آخري عمر جي وقت ۾ گنجي ٽڪر جي پرسان رهڻ پسند ڪيو هئائين. شيخ صاحب ان وقت سلوڪ جي معنىٰ وارو سنڌي بيت خوش الحان سان پئي پڙهيو، منهنجي دل ۾ خيال پيدا ٿيو ته هيءُ بيت سندس آهي يا ڪنهن ٻئي جو! اڃا منهنجي دل ۾ اهو خيال پيدا مس ٿيو ته هن درويش مون ڏانهن منهن ڪري چيو ته هي بيت اسحاق آهنگر جو آهي. انهن ڳالهين مان ظاهر ٿئي ٿو ته سنڌ جا صوفي ڪشف ۽ ڪرامت جا مالڪ هئا. انهن وٽ سماع جون روايتون اوج تي هيون ۽ وجد جي حالت ۾ ڪي ڪرامتون پڻ ٿينديون هيون، ان سان گڏوگڏ اسلام جي تبليغ ۽ پرچار به هلندي هئي. جنهنڪري ڪيترائي غير مسلم مسلمان ٿيا ۽ خلافت جو خرقو ڍڪيائون. سماع ۽ تصوف جي سلسلن ۾ صوفين اعلىٰ پايي جو ڪلام چيو ۽ ڳايو. اسحاق آهنگر جو سنڌي بيت:

ٿيان مان جهرڪ، ويهان پرينءَ جي سُپَ تي،
ڪرن مان ڊرڪ، ٻولي ٻاجهاريءَ سين.

سنڌ ۾ سماع جي اوائلي سلسلن ۾ شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري (1538ع-1623ع) جو به وڏو نالو آهي. هيءُ خدا جو پرتل ٻانهو وڏو صوفي بزرگ هو. سندس نالو سنڌي ٻوليءَ جي اساسي شاعريءَ ۾ پهرين شاعرن ۾ شامل آهي. هي بلند پايه شاعر ۽ وڏو صوفي بزرگ هو. سنڌ جو عظيم شاعر شاهه لطيف سندس ڏڀوٽو هو. شاهه عبدالڪريم کي ننڍپڻ کان سماع جو تمام گهڻو ذوق هو. جنهن تان هڪ دفعو پنهنجي وڏي ڀاءُ سيد جلال شاهه کان مار پڻ کاڌائين. پر ننڍپڻ کان ئي سندس دل حق ڏانهن مائل هئي، منجهس درويشيءَ جو رنگ پيو جرڪندو هو. تنهنڪري اهڙا اهڃاڻ سيد جلال شاهه بعد ۾ شاهه ڪريم ۾ محسوس ڪيا، جنهن بعد هو ڪيس ڪجهه به ڪونه چوندو هو. شاهه عبدالڪريم بهار جي رمتي بزرگ سلطان ابراهيم کان فيض حاصل ڪيو. جيئن ته اهو 'اويسي' سلسلي جو بزرگ هو، جنهنڪري شاهه ڪريم به پاڻ کي 'اويسي' سڏرائيندو هو. سماع، وجد ۽ حال جي ڪيفيت بابت سندس ڪيترين ئي روايتون مشهور آهن. پاڻ اڪثر اهڙيءَ حالت ۾ اکين مان آب هاريندو هو. انهن مان هڪڙي روايت جو هتي ذڪر ڪرڻ مناسب ٿيندو ته هڪ ڏينهن شاهه عبدالڪريم سماع جي حالت ۾ هو ته اوچتو

هڪ قوال مٺڙي آواز ۾ هي بيت چيو:

اڪڙيون ملير ۾، جنين راتو ڏينهن،
عمر آسائن سين، هاڻي ڪندي ڪينءَ.

شاهه عبدالڪريم بيت ٻڌڻ شرط زمين تي ڪري پيو، سيني ائين ٻانيو ته شاهه صاحب جو روح هن فاني دنيا مان پرواز ڪري ويو، پوءِ به سماع جاري رهيو. ڪجھ مدت ڪانپوءِ قوال هڪ ٻيو بيت ڏنو، جڏهن شاهه ڪريم جي ڪن تي آواز پيو، تڏهن ڪيس هوش آيو ۽ وري سماع ۾ مشغول ٿي ويو. روايت آهي ته انهيءَ بيت تي حضرت شاهه عبدالڪريم کي ايتريقدر وجد ۽ شوق جاڳيو، جو ڪيس جيڪو لباس مٿي ۽ ڪلهن ۾ هو، اهو پيرن جي جتيءَ سميت لاهي قوال کي ڏنائين ۽ پاڻ پنا اگهاڙا ڪري حجري ۾ داخل ٿيو ۽ مراقبي ۾ ويهي رهيو. قوال چادر آڻي اڳيان رکي ته جيئن لڱ ڍڪي، پاڻ فرمايائين ته موٽائي هرگز نه وٺنداسون، بلڪ ڏهه ڪاسا نانگليءَ جا گهر ۾ هئا، سي پڻ ڏنائينس ۽ چيائين ته ٻيو ڪجهه گهر ۾ پيل هجي ها ته اهو به توکي ڏيون ها، پر رڳو ايترو حاضر آهي.

تاريخي احوالن مان ظاهر ٿئي ٿو ته شاهه عبدالڪريم جي هڪ ٻئي همعصر ميين سيد علي شيرازي به ٺٽيءَ ۾ سماع جون محفلون مچايون هيون. ان وقت هالا جي مخدومن وٽ به سماع جو سلسلو هلندو پئي آيو، جيئن مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون ته مخدوم احمد ٻٽي هالاڪنڊيءَ ۾ سماع جو وڏو ذوق رکندو هو ۽ اها روايت ڪانئس پوءِ به برقرار رهندي اچي. هالا ۾ مخدوم نوح سرور هالائي به تمام وڏو بزرگ ٿي گذريو آهي، ڪن روايتن موجب شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري ڪانئس فيض به حاصل ڪيو آهي، مخدوم نوح جي درگاهه تي به سماع جون محفلون ٿينديون رهنديون آهن ۽ سندس سماع جي سلسلي کي ’ڏهر‘ سڏجي ٿو. انهيءَ دور ۾ راڳ، سماع ۽ شاعريءَ جو مقام بلند هو. تڏهن ته شاهه عنات نصرپوريءَ (وفات: 1713/14ع) پنهنجي ڪلام کي راڳن ۾ ترتيب ڏيڻ جي روايت جي ابتدا ڪئي. ڪن روايتن موجب شاهه لطيف شاعريءَ ۾ ڪانئس ترغيب حاصل ڪئي. روايت آهي ته شاهه لطيف شاعري بنسبت سوال ڪيو ته: دنيا ته سموري ڪيڙي پئي آهي، ته شاهه عنات وراڻيو ته: ابا تون وجي سمنڊ ڪيڙ. اهڙي قسم جون ٻيون به ڪيتريون ئي روايتون آهن. شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو سمورو رسالو ڪلاسيڪي قالب وارن راڳن ۽ مقامي ڌنن ۽ قصن جي روايت ۾ ورهايل آهي. حضرت سچل سرمست به پنهنجي راڳ ۽ ڪلام لاءِ ڪي سُر مقرر ڪيا.

ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ لکيو آهي ته شاهه لطيف ۽ سچل سرمست قادري طريقي جا هئا ۽ ان طريقي ۾ راڳ منع ٿيل آهي، پر شاهه عبداللطيف مسجد ۾ به سماع شروع ڪيو. سنڌ جا صوفي چاهي ڪهڙي به طريقي جا ڇو نه هجن، پر عمل ۾ چشتي آهن ۽ راڳ هر درگاهه جو معمول آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائي (1690ع-1752ع) مسجد ۾ سماع ڪيو هويا نه، پر شاهه صاحب جي سماع ۽ راڳ رهاڻ سان تمام گهري دلچسپي ضرور هئي. سندس آستاني ڀٽ تي هر روز، هميشه ۽ معمول مطابق راڳ ۽ تنبوري جي تنوار هوندي هئي، جنهن جا پاڻ موجد هئا. چيو وڃي ٿو ته راڳ ٻڌڻ سان سندس طبيعت ۾ مجذوبيت ۽ وجد واري حالت هوندي هئي، ٿي سگهي ٿو ته پاڻ انهيءَ حالت ۾ بيت به چيا هجن. جيئن ته شاعري الهام آهي، تيئن الهام بي قراري ۽ بي اختياري واري حالت مان ئي پيدا ٿئي ٿو ۽ شاهه صاحب کي ته زماني جو پورو علم حاصل هو، راڳ ٻڌڻ ۽ ڳائڻ سان مٿس وجد ۽ حال جو طاري ٿيڻ ممڪن ڳالهه آهي. آخري وقت ۾ ڪيس ڪربلامعلىٰ جي زيارت ڪرڻ جو وڏو چاهه هو، پر ڪن سببن جي ڪري رستي تان ئي موٽي آيو. واپس پهچندي ئي ڪارو ويس ڍڪيائين ۽ ڪربلا جي شهيدن جي ماتم ۾ ’سر ڪيڏارو‘ چيائين. چون ٿا ته شاهه صاحب جو اهو آخري ڪلام آهي. پورا ايڪيهه ڏينهن خلوت اندر رهيا، انهيءَ ساري عرصي ۾ ٻن ويلن جي ماني مس کاڌائين. جڏهن ٻاهر نڪتو، تڏهن غسل ڪري، چادر اوڍي، مراقبي ۾ ويهي رهيو ۽ پنهنجي رب سان رهاڻ ۾ مشغول ٿي ويو. فقيرن کي سماع ۽ سرود جو اشارو ڏنائين، چون ٿا ته ٽي ڏينهن اهو ڇهڇٽو لڳو پيو هو. چوڌاري چپ چپاتي ۽ سانت جو ماحول هو، سڀ ڪو سماع جي سوز ۽ ساز ۾ محو هو، آخر راڳ بند ٿيو، فقير شاهه صاحب جي ويجهو وڃي ڏسن ته شاهه صاحب جو روح ڪڏهن جو عالم جاوداني ۽ عالم ارواح ۾ پهتو. اهڙي طريقي شاهه عبداللطيف ڀٽائي سنڌ کان ظاهري ۽ جسماني طور وصال ڪيو، پر سندس روح جا ناتا اڄ به سنڌ ۽ سنڌين سان تعلق رکن ٿا. اها صفر مهيني جي چوڏهين تاريخ هئي ۽ انهيءَ تاريخ تي سندس عرس ملهايو وڃي ٿو. سندس روضي منور تي فقيرن جون مختلف جماعتون ڏينهن رات سماع ۽ سرود جون محفلون جاري رکندا اچن ۽ تنبوري جي ساز ۽ لطيفي راڳ جو هر هميشه ڇهڇٽو لڳو پيو هوندو آهي.

حضرت سچل سرمست (1739ع-1829ع)، شاهه لطيف ڪانپوءِ وڏو عالم، شاعر ۽ بزرگ ٿي گذريو آهي. سنڌي ٻوليءَ کي هڪ وڏو اعزاز اهو به حاصل آهي ته صوفين سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌ جي تاريخ کي پنهنجي ڪلام ۾ هميشه لاءِ محفوظ ڪري ڇڏيو آهي. سچل سرمست هفت زبان شاعر هو. سندس ڪلام سنڌي، سرائيڪي، اردو، فارسي، پنجابي ۽ هندي ٻولين ۾ چيل آهي. ننڍپڻ کان ئي بزرگيءَ ۽ الله جي عبادت ڏانهن لاڙو هوندو هئس، شاهه لطيف ننڍپڻ ۾ ڪيس ڏسي چيو هو ته، اسان جيڪا ڪني چاڙهي آهي، تنهن جو ڍڪڻ هي ڇوڪرو لاهيندو.” سو ٿيو به ائين، هو بيشڪ اعلىٰ پايي جو شاعر ۽ صوفي ٿي گذريو آهي. سارو ڏينهن عبادت ۽ ورد وظيفي ۾ مصروف رهندو هو، پر جڏهن دهل تي ڌڪ لڳندو هو، سارنگيءَ جا سڏ ٿيندا هئا ته پاڻ بيتاب ٿي ويندو هو، نيڻ ٽهه ٽهه ڪري ٽمندا هئس، ڪڏهن ته بيتابيءَ منجهان ڀڙڪو ڏئي اٿندو هو ۽ يڪتارو کڻي وچ ميدان ۾ نچندو هو ۽ ڳائيندو هو.

آغا سليم لکي ٿو ته اها سچ جي سرمستي ۽ سرمستيءَ وارو سچ هو، جنهن سچل جي صورت اختيار ڪئي هئي. وجد واري حالت ۾ ڪيل ناچ ڪي صوفين انساني عضون جي گفتگو به سڏيو آهي. هيءَ اها ڪيفيت آهي، جڏهن زبان اظهار ڪان عاجز ٿي ويندي آهي ۽ انسان جو هر هڪ سنڌ زبان بڻجي مستي ۽ سرشاريءَ واريءَ ٻوليءَ ۾ گفتگو ڪندو آهي. ان مستيءَ ۽ سرشاريءَ ۾ صوفي ساري ڪائنات ڪي لتاڙي، حضرت نظام الدين اولياءَ وانگر نچندي نچندي ستين آسمان تي پير رکندو آهي. وقت ۽ فاصلي جا سڀ ويڇا ختم ٿي ويندا آهن ۽ صوفي احديت، هيڪڙائي ۽ حق جي ذات سان هڪ ٿي ويندو آهي، بقول شاهه لطيف جي:

وحدتان ڪثرت ٿئي، ڪثرت وحدت ڪل،
حق حقيقي هيڪڙو، ٻولي ٻي مَ ڀل،
هو هلاچو هل، بالله سندو سڄڻين.

**سنڌ جي درگاهن تي سماع جا طريقا:** سنڌ ۾ تقريباً سڀني صوفين جي سلسلن جي درگاهن تي راڳ ۽ سماع جون مجلسون ٿينديون رهنديون آهن. ڪجھ صوفي بزرگن جو ذڪر ۽ سماع جو طريقو متي ڄاڻائي آيا آهيون، انهن بزرگن جي درگاهن تي اڄ به سماع جو سلسلو هلندو رهي ٿو جتي صوفي، بزرگ، مريد ۽ فقير سماع جون ڪچهريون ڪندا آهن. راڳ هر درگاهه جو حصو آهي، پر ڪٿي ڪٿي راڳ ڪانسواءِ بيتن، ڏهرن ۽ مولودن چوڻ سان به سماع ٿيندو آهي. اهو ٻنهي سنڌي سماج جي ثقافت توڙي سنڌي ماڻهن جي نفسيات جو حصو آهي.

صوفين جيڪو فڪر ۽ نظريو ڏنو، اهو ازلي ۽ ابدي آهي، اها حق سچ جي راهه آهي. سنڌ ۾ صوفياڻي سماع جا مختلف طريقا آهن. جن جا رواج اڳاٽا وڏل آهن، اهي باقاعده رواج ۽ روايت طور هر درگاهه جي جانشينن جي سلسلي ۾ منعقد ٿيندا رهن ٿا، انهن مان هتي ڪجھ درگاهن تي ٿيندڙ سماع جو مختصر احوال درج ڪجي ٿو.

مخدوم نوح هالائيءَ جي درگاهه جي سماع جو سلسلو 'ڏهر' سڏجي ٿو. پير سائين پاڳاري جي درگاهه تي سماع جو سلسلو 'جماعتي راڳ' سڏجي ٿو جيڪو بنا ساز سرود جي هوندو آهي.

شاهه عنايت شهيد جهوڪ شريف واري درگاهه تي هر مهيني جي سترهين تاريخ ۽ ميلي جي موقعي تي هر ڏينهن ۽ رات جو سماع جي محفل ٿيندي آهي. سجاده نشين مريدن جي وچ ۾ ويهندو آهي، سندس سامهون ذاڪر فقيرن جي ٽولي ويهندي آهي، ذاڪر فقير ٻن ٽولين ۾ ويهندا آهن ۽ داستان وار پهريان بيت ۽ پوءِ وايون چوندا آهن. پهرئين ٽوليءَ مان هڪ جٿو بيت چوندو آهي ۽ ٻي ٽوليءَ مان هڪ فقير ساڳيو بيت چوندو آهي. بيتن ڪانپوءِ وايون چوندا آهن. وائيءَ ۾ به پهرئين ٽوليءَ مان سيئي گڏجي مصرع چوندا آهن، ان ڪانپوءِ ٻي ٽوليءَ وارا به ساڳئي مصرع چوندا آهن. محفل جي پڄاڻيءَ تي ذڪر جي تسبيح ڪيندا آهن. انهيءَ ذڪر جي محفل ۾ سيئي شريڪ ٿيندڙ بلند آواز سان الله الله پڙهندا آهن، ان ڪانپوءِ دعا گهري گادي ڏٽي پنهنجي حجري ڏانهن اندر ويندو آهي ۽ سيئي فقير ڪيس حجري تائين ڇڏي ويندا آهن. اهڙيءَ طرح جهوڪ شريف جي درگاهه تي سماع جي محفل پڄاڻيءَ تي پهچندي آهي.

شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي درگاهه تي هر مهيني جي پهرئين سومر جي رات، 17 رمضان جي رات، حج جي رات ۽ ميلي واري رات ۽ ڏينهن جو سماع ٿيندو آهي، سومهڻيءَ جي نماز ڪانپوءِ خليفو پير صاحب ڪان سماع جي اجازت گهرندو آهي، اجازت ملڻ ڪانپوءِ فقير سياري جي مند ۾ باهه جي مچ جي چوڌاري حلقو هڻي ويهندا آهن. بيٺلن مان هڪ فقير شاهه ڪريم جي بيت جي هڪ مصرع پڙهندو آهي، ٻيا سڀ فقير اشهد آگر متي آسمان ڏانهن ڪٽي 'القارعة ۽ ماالقارعة' چئي هيٺ ڪندا آهن. اهڙيءَ طرح سان بيت پڙهندا رهندا آهن. جيسيتائين سجاده نشين يا ان جي غير حاضريءَ ۾ سندس ولي عهد اچي ويهي، بيت گهڻو ڪري مارئي ۽ سسئيءَ جي سرن مان پڙهيا ويندا آهن. پير صاحب متي ٽلهي تي ويهندو آهي ۽ سندس منهن قبلي طرف هوندو آهي، سماع ۾ شامل ٿيندڙ فقير ۽ مريد حلقي وار پير صاحب ڏانهن منهن ڪري ڦرندا آهن، پر اهڙيءَ طرح، جيئن پير صاحب جي نظر مچ ڪان پري نه ٿئي. ڏهن، پندرهن منٽن ڪانپوءِ پير صاحب اندر ايندو آهي ۽ فقير ڪيس وڪوڙي ويندا آهن. ڪجھ وقت ڪانپوءِ پير صاحب وري ٽلهي تي ويهندو آهي ۽ ڪجھ وقت ويهڻ ڪانپوءِ سجاده نشين هلندڙ سماع مان اٿي هليو ويندو آهي، سجاده نشين جي وڃڻ ڪانپوءِ فقير هو هوءَ الله هو الله هو جو ورد شروع ڪندا آهن.

شيخ ڪرهيي پانداريءَ جو ميلو سنڌي مهيني پوهه جي پهرئين آچر ڪان شروع ٿيندو آهي، هن درگاهه تي سماع سومر جي رات ۽ سومر جي ڏينهن ڪيو ويندو آهي. هن سماع ۾ ڪرهيي پوٽا شيخ، شاهه گهريئي پوٽا، وجهه الدين پوٽا ۽ جميعل شاهه گرناريءَ جي سجاده جي اولاد مان به ڪي بزرگ سماع ۾ شريڪ ٿيندا آهن. هن سماع ۾ دهل وارو اڳ ۾ ٿيندو آهي، ان جي پويان شيخ ڳچيءَ ۾ گنديون، گراهيءَ وانگر وجهي، ادب سان درگاهه تي ايندا آهن. سڀ ڪان پهريائين درگاهه جي الهندي طرف ڪان، ڏکڻ طرف ڦري، اوڀر طرف ڪان ايندا آهن ۽ درگاهه جو ادب سان جهڪي سلام ڀريندا آهن. ڪجھ وقت ڪانپوءِ سڀ شيخ سماع واري مچ تي ايندا آهن. سماع واري جاءِ ۾ چلهي ۾ گهڙڻ ڪانپوءِ سيئي شيخ زور سان 'الله الو' چوندا آهن. درگاهه ڪي نمي سلام ڪندا آهن، ان ڪانپوءِ جميعل شاهه گرناريءَ جي درگاهه ڏانهن به ادب سان سلام ڪندا آهن، جنهن ڪانپوءِ 'الله الو' چوندا باهه جي چوڌاري ڦرندا آهن، سيئي شيخ اڀا ٿيندا، جهڪندا، 'الله الو' پڪاريندا تيز گهمندا آهن، ڪجھ وقت ڪانپوءِ پهريان پنج ڀيرا ڏئي ڏاتار پير ڪي ختمو ڏيندا آهن ۽ پوءِ چار ڦيرا ڏئي، گوڏا ڀڃي پير جميعل شاهه گرناريءَ ڪي ختمو ڏيندا آهن. ائين سماع جي روايت سنڌ ۾ ڪيترن ئي درگاهن تي مختلف نمونن سان ادا ڪئي ويندي آهي.

**سمانو** (ديهه): تعلقي ڏوڪريءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيليان ڳوٺ شامل آهن:

عبدالصمد تنيو، ڪنڊر سهرو عرف ڏاتو سهرو، ڍورائي سهرو، جهنڊو سهرو، ميان اسحاق ڪوهارو، رمضان سهرو عرف ڍورائي ۽ سومر ستائي.

**سمبهاڻي** (پاڙو): هي متعلوي/متياروي سيدن جو پاڙو آهي. هي سمبهو بن عبدالولي بن دين محمد بن شاهه ڪريم بلڙي واري جو اولاد آهن. سمبهه کي چار پٽ عبدالرحمان، عبدالحڪيم، ابوالفتح ۽ بهارو هئا. جن جي اولاد ڏاڏي جي نالي پنيان پاڻ کي 'سمبهاڻي' سڏايو.

**سميا بن ڪرشنا**: سميا ملتان جي راجا ڪرشن جو پٽ هو. ان وقت ملتان سنڌ جو حصو هو. عربن جي دور ۾ به ملتان سنڌ جو مکيه شهر هو ۽ اتان جو حاڪم بني اسد قبيلي مان هو. اڳتي هلي محمود غزنويءَ عرب حڪومت ختم ڪري، ملتان کي، جيڪو هزارن سالن کان سنڌ جو حصو رهيو، پنهنجي سلطنت ۾ ملائي ڇڏيو. ملتان، 'مول استان' مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'سورج ديوتا' ۽ ان جي تصديق سورج ديوتا جي مورتيءَ مان ٿئي ٿي، جيڪا ملتان جي مندر ۾ نهايت ئي قديم دور کان وٺي رکيل هئي. تحقيق مان معلوم ٿيو آهي ته ملتان جو سڀ کان پهريون مندر سميا پٽ ڪرشن سج جي پوڄا لاءِ ٺهرايو هو ۽ هن انهيءَ مندر جو نالو 'آديه استنا' رکيو هو، جنهن جي معنيٰ آهي 'پهرين عبادتگاهه'. 'آديه'، 'آدتيه' (يعني سج) جو بگڙيل اچار آهي. راجا سميا مندر جا محافظ پڻ مقرر ڪيا. راجا ڪرشن جو پٽ راجا سميا هر آچر تي هن مندر ۾ اچي عبادت ڪندو هو.

**سمتي**: آڳاٽي زماني ۾ راج دربار جا ميڙ مختلف نالن سان سڏيا ويندا هئا. انهن مان هڪ جماعت 'سمتي' نالي سان هوندي هئي. ان جماعت جو ذڪر ويدن ۾ پڻ ملي ٿو. ويدن مان پتو پوي ٿو ته سمتي هڪ وڏي ڪانگريس هوندي هئي، جنهن ۾ سيني ڪُلن جا ماڻهو شامل ٿيندا هئا. سمتي ۾ راجا به شريڪ ٿيندا هئا. سمتي لفظ جي معنيٰ آهي، جتي ماڻهن جو ميڙ گڏ ٿئي. شاين آچاريه، جنهن ويدن جي معنيٰ ڪئي آهي، تنهن 'سمتي' لفظ جي معني 'لڙائي' ڪئي آهي. جڏهن ته هتي سمتي جي معنيٰ ميڙ يا ماڻهن جو ڪٽڪ آهي، پوءِ اهو جنگ لاءِ هجي يا امن جو پرچار ڪندڙ هجي. سمتين ۾ ماڻهن جو ميڙ، راجا چونڊڻ، تاجپوشي جي جلسن، راج جي ڪنهن خاص فيصلي يا جنگ بنديءَ لاءِ ٿيندو هو. باقي بيو ملڪي ڪاروبار راج سڀائن ۾ هلندو هو. سمتي ان دؤر ۾ ڪنهن راج يا رياست ۾ اهم جماعت ليکي ويندي هئي.

**سمعاني، ابو سعيد عبدالڪريم**: قاضي ابو سعيد عبدالڪريم سمعاني، 504هه/ 1110ع ۾ مدو (ترڪستان) ۾ پيدا ٿيو علم حديث جي طلب ۾ سموري دنيا جو چڪر ڪاٽيائين. پاڻ هڪ ڪتاب 'ڪتاب الانساب' جي نالي سان لکيائين، جيڪو 1912ع ۾ شايع ٿيو هن ڪتاب ۾ شهرن، قبيلن ۽ پيشن جي نسبت سان جيڪي به ماڻهو مشهور ٿيا آهن، انهن جو احوال لکيل آهي. هن ۾ سنڌ جي شهرن ۽ بزرگن جو به احوال شامل آهي. هن ڪتاب ۾ جن بزرگن جو ذڪر آهي، انهن ۾، ابو معشر نجيح، رجاءِ سنڌي، ابو نصر فتح بن عبدالله سنڌي، احمد بن سنڌي ۽ بيا شامل آهن.

**سمراڻ، گنگارام**: مشهور محقق، تاريخدان ۽ اديب. گنگارام گيانچند سمراڻ، 15 سيپٽمبر 1918ع تي سن، ضلعي دادوءَ (موجوده ضلعي ڄامشوري) ۾ ڄائو قومپرست اڳواڻ جي. ايم. سيد جي حويليءَ سان گڏ سندس گهر هوندو هو. ورهاڱي وقت 30 سالن جي پڪيءَ ڄمار ۾، وطن جا وڻ ڇڏي، سهجپور بوگا، احمدآباد، ڀارت ۾ وڃي آباد ٿيو. ڪيس ادب ۽ تاريخ سان خاص لڳاءُ هو هن کي نه رڳو سنڌي، پر هندي، سنسڪرت ۽ انگريزي زبانن تي به وڏو عبور حاصل هو هن سنڌ ۽ هند جي تاريخ تي ڪيترائي ڪتاب لکيا ۽ تاريخ بابت تاريخي مفروضن کي پنهنجي وسيع مطالعي جي آڌار تي رد ڪيو.

هن هند ۽ سنڌ جي تاريخ، هندو ڌرم جي پاڪ ڪتابن ۽ شاهه لطيف بابت ڪافي ڪجهه لکيو ۽ تحقيق ڪئي. وطن سنڌ جي محبت سندس هر تحرير مان بکندي هئي. جي. ايم. سيد سان سندس ويجهڙائي رهي هئي، اُن ڪري هند ۾ رهندي جي. ايم. سيد سان وڏي عرصي تائين سندس لکپڙهه رهي. جڏهن 1964ع ۾ نامور محقق سراج الحق ميمڻ جو ڪتاب 'سنڌي ٻولي' ڇپيو هو ته هڪ مضمون ۾ اُن تي هن تنقيد ڪئي هئي، جنهن تي جي. ايم. سيد کيس خط لکي ڏک جو اظهار ڪيو هو ته، "هڪ ته اسان وٽ تحقيق ٿئي ڪا نه ٿي، ٻيو وري جيڪڏهن ڪي نوجوان قلم کڻن ٿا ته متن بيجا تنقيد ڪرڻ، سندن تحقيق جو رستو روڪڻ جي برابر آهي." اُن جي جواب ۾ هن خط لکي وضاحت ڪئي هئي ته "مون ڪجهه غلطين جي نشاندهي ڪئي هئي، باقي مون کي سراج لاءِ صدق هو، تڏهن ته لکيو اٿم ته، هندستان ۾ ڪو اهڙي اوچي درجي جو سنڌي ساهتيه ڪونه ٿو نڪري، جنهن سان هن ڪتاب جي ڀيٽ ڪري سگهجي. باقي سنڌ ۾ جيڪو ساهت پئي نڪتو آهي، تنهن معيار کان هيءَ ڪتاب هڪ نئين حيثيت رکي ٿو. سنڌي هئڻ جو ناز ۽ سنڌي ٻوليءَ لاءِ پيار ليکڪ جي نس نس ۾ ايترو ته گهرو اوتيل آهي، جو مهراج دوارڪا پرشاد کي به شهه ڏئي ٿو وڃي. نوجوان ليکڪ جيڪا ڪوشش ڪئي آهي، سنڌيءَ کي نڪاري بيهارڻ ۾ جا هن جي جدوجهد آهي، تنهن لاءِ هر سنڌيءَ کي ناز هئڻ گهرجي." جي. ايم. سيد ۽ گنگارام سمراڻ جي اها خط و ڪتابت، جي. ايم. سيد جي ڪتاب 'اڄ پڻ ڇڪيم چاڪ' ۾ موجود آهي.

گنگارام سمراڻ جي ڇپيل ڪن ڪتابن جو تفصيل هن ريت آهي:

(1) آريا ورت (1947ع)، (2) ڀارت ورش (1966ع)، (3) سمراڻ چندرگپت (1974ع)، (4) گيان گنگا (1975ع)، (5) سنڌو سؤير (سنڌ جو پراچين اتهاس (1979ع)، (6) شُڌ رامائڻ (والميڪي: 1989ع)، (7) نئون ڇچنامو- ڀينڪر دوکو (1991ع)، (8) موهن جو دڙو (1992ع)، (9) گهر گرهست- گيان ساگر (1993ع).

گنگارام سمراڻ 'آريه وير' ۽ 'سنڌو متر' ماهوار رسالن جو ايڊيٽر پڻ رهيو.

**سمر سجوڙو**: هن بزرگ جي مزار ضلعي بدين ۾ خيرپور گنبو کان 5 ڪلوميٽر اتر ۾ واقع آهي، جتي هر پوهه ماهه جي پهرين سومر تي ميلو لڳندو آهي، ان موقعي تي مڇ ٻاريو ويندو آهي ۽ ڌمال پڻ ٿيندي آهي.

**سمرسيٽ ماهم** (Somerset Maugham): ليکڪ ۽ نقاد سمرسيٽ ماهم، 25 جنوري 1874ع تي ڄائو، سندس والد جو نالو رابرٽ آرمنڊ ماهم هو، جيڪو فرينچ سفارتخاني ۾ ملازم هو. سمرسيٽ اڃا ڏهن سالن جو مس هو ته سندس ماءُ ۽ پيءُ گذاري ويا، جنهن کانپوءِ سندس ويڳي چاچي هينريءَ کيس پالي وڏو ڪيو. سمرسيٽ ماهم پنهنجي شروعاتي تعليم عبادتي آستانن واري شهر ڪنٽرابريءَ مان حاصل ڪئي. هن جرمنيءَ جي هيڊنبرگ يونيورسٽيءَ ۾ فلسفو ۽ ادب پڙهيو،



بعد ۾ لنڊن مان ميڊيڪل جي تعليم ورتائين ۽ سرجن ٿي ويو. ميڊيڪل پرئڪٽس دوران مشاهدي ۽ مطالعي سان لکڻ شروع ڪيائين ۽ 'Liza of Lambeth' ۽ 'Human Bondage' ڪتاب لکيائين. هن جڏهن پهريون ناول 'Liza of Lambeth' لکيو ته سندس هاڪ ٿي وئي. پهرئين ئي ڪتاب تي پڙهندڙن پاران شاندار موٽ جي ڪري هو ڪُل وقتي ليکڪ بڻجي ويو. پر پهرين مهاڀاري لڙائيءَ دوران ماهم، ريڊڪراس ايمبولينس ۾ شموليت اختيار ڪئي. هن ڪجهه عرصي لاءِ برطانوي جاسوس طور به ڪم ڪيو. اصل ۾ ويلنگر، سمرسيٽ ماهم جون تحريرون پڙهيون هيون ۽ هُو سندس ذهانت کان متاثر ٿيو هو ۽ کيس انٽيليجنس ۾ نوڪري ڪرڻ جي آڇ ڪيائين، جيڪا هن قبول ڪئي ۽ ڪجهه سالن تائين هو اها نوڪري ڪندو رهيو. ان عرصي دوران روس جي بالشويڪ انقلاب جي خلاف ڪم ڪيائين. سندس ناول 'اشين ڊين' سندس جاسوسيءَ واري زندگيءَ جي عڪاسي آهي. هي نوڪريءَ سانگي تفريح لاءِ دنيا جي مختلف ملڪن ۾ به ويو. هن انڊيا ۾ شري رمنا مهارشيءَ سان ملاقاتون ڪيون. ڏاڪٽي سمونڊ جي ٻيٽ 'تهٽي' تي به ويو ۽ اتي پنهنجو مشهور ناول 'The Moon and Sixpence' لکڻ شروع ڪيائين، پر اتي رهڻ دوران کيس ٽي. بي ٿي پئي. سندس والده جي وفات به ٽي. بيءَ وگهي ٿي هئي، ان ڪري کيس به ڊپ ٿيو ۽ اتان 'اسڪاٽش ٽيوبرڪلوسز سينٽر' مان علاج ڪرائي هڪ ڀيرو ٻيهر ساڳئي ٻيٽ تي ويو ۽ پنهنجو ناول مڪمل ڪيائين.

سمرسيٽ ماهم آزاد طبيعت جو مالڪ هو. سندس چوڻ هو ته سندس ڊرامن، ڪهاڻين، توڙي ناولن جا گهڻا ڪردار ڪنهن نه ڪنهن طرح سندس زندگيءَ سان لاڳاپيل رهيا آهن. هن ڊاڪٽر ٿامس برناڊو جي ڌيءَ ۽ هينري ويلڪم جي زال سائري ويلڪم سان پنهنجي مڙس کان علحدگيءَ کانپوءِ شادي ڪئي. شاديءَ کانپوءِ ڪي سال هو گڏ رهيا، پر پوءِ علحدگي اختيار ڪيائون. ان کانپوءِ سمرسيٽ فرانس ۾ هڪ محل خريد ڪري، اتي رهڻ لڳو. اتي ادبي دعوتون ڪرڻ ۽ لکڻ پڙهڻ واري ڪرت جاري رکيائين، پر اوچتو ئي مهاڀاري لڙائيءَ جون تياريون شروع ٿي ويون، جرمن فوجن پولينڊ جون سرحدون پار ڪري اچي پيرس جا پاسا ورتا. هٽلر جي نازي فوج ٻاهيون ٻاري ڏنيون. لاچار ٿي هڪ رات سمرسيٽ ماهم کي پنهنجو عاليشان گهر ڇڏڻو پيو. هو صرف هڪ بريف ڪيس هٿ ۾ کڻي گهران نڪتو. جيئن تيئن ڪري وڃي انگلنڊ پهتو. جتان پوءِ آمريڪا ويو. اميراڻي زندگي گذاريندڙ سمرسيٽ انتهائي ڪربناڪ ڏينهن گذاريندي آمريڪا پهتو. جنگ وارو وقت هو آمريڪا ۾ رهيو ۽ ٻيهر لکڻ پڙهڻ لڳو. زندگيءَ جي هن اوکي سفر کي سمرسيٽ پنهنجي مشهور ڪتاب 'The Razir's Edge' ۾ بيان ڪيو آهي، جيڪو هن آمريڪا ۾ لکيو. نقادن جو خيال آهي ته سندس تحرير جو انداز ۽ ٻولي سندس شهرت جو سبب آهن.

هو ڪامياب ڊرامه نگار، بهترين ڪهاڻيڪار ۽ اعلىٰ درجي جي ناول نگار طور سڃاتو ويجي ٿو. سمرسيٽ جي لکڻ جو انداز تمام گهڻو وڻندڙ، پرلطف، عالماڻو ۽ ناصحاڻو آهي. هن اديبن جي سهائتا لاءِ 'سمرسيٽ ماهم اوارڊ' به شروع ڪيو. سمرسيٽ ماهم کي ڪيترائي اوارڊ مليا، جن ۾ ٽالوس يونيورسٽيءَ پاران کيس ڊاڪٽوريٽ جي اعزازي ڊگري، ڪيئمس ڪمپئين آنر جي فيلو شپ شامل آهن.

هن 16 ڊسمبر 1965ع تي وفات ڪئي. سندس مڙهه انگلنڊ جي مشهور شهر ڪنٽرابري ۾ دفنايو ويو.

سمرسيٽ ماهم جي ڪن مشهور ڪتابن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

(1) A Fragment of Autobiography,

(2) The Magician (1908),

(3) The Hero (1901),

(4) The Explorer (1907),

(5) The Summing up (1938),

(6) The Razor's Edge (1944)

(7) The art of Fiction: An introduction to ten and their authors (19550.

سمرسيٽ ماهم جو سنڌي افسانوي ادب ۽ افسانه نگارن تي ڪافي اثر نظر اچي ٿو. رشيد ڀٽيءَ، پنهنجي مضمون 'سنڌي ناول نگاريءَ' ۾ سمرسيٽ ماهم جو ذڪر ڪيو آهي. نجم عباسي به کانئس ڪافي متاثر هو.

**سمرقند**: وچ ايشيا ۾ موجود هڪ قديم شهر، جيڪو ازبڪستان جي صوبي اوبلاسٽ (Oblast) ۾ واقع آهي. هن شهر کي ازبڪستان جي انتظامي مرڪز طور تمام گهڻي اهميت حاصل آهي. چوٿين صدي ق. م کانپوءِ هيءُ شهر مرڪانڊا (Marcanda) نالي سان سوگديانا جي راڄڌاني طور مشهور هو. 329 صديءَ ڌاري سڪندراعظم هن شهر کي فتح ڪيو،

چهين صديءَ ۾ هيءُ شهر وچ ايشيا جي ترڪن جي حڪومت هيٺ رهيو. ائين صديءَ ۾ عرب، نائين صديءَ کان ڏهين صديءَ تائين ساماني ۽ يارهين کان تيرهين صديءَ دوران ترڪ هن شهر تي قابض رهيا. تيرهين صديءَ ۾ خوارزم سلطنت ۾ شامل ٿيڻ کان اڳ 1220ع ۾ منگول چنگيز خان هن شهر کي مڪمل تباهه ڪري ڇڏيو هو. 1365ع ۾ هيءُ شهر منگول حاڪمن سان بغاوت جو مرڪز بڻيو. 14-13 صديءَ عيسويءَ ۾ سمرقند شهر تيمور (Tamerlane) جي سلطنت جي راڄڌانيءَ طور سامهون آيو. تيمور جي دور ۾ هن شهر کي وچ ايشيا جي اقتصادي ۽ ثقافتي مرڪز جي حيثيت حاصل ٿي. 1500ع ۾ ازبڪ



بخارا ۽ سمرقند جي منگولن جي هڪ شاندار طرز تعمير جو ڏيک

سمرقند کي فتح ڪري خانات، بخارا جو حصو بڻايو. ارڙهين صديءَ جي شروعات ۾ هي شهر زوال پذير ٿيو. 1720ع کان 1770ع دوران هي شهر مڪمل طور غير آباد رهيو. 1887ع ۾ روسي سلطنت جي قيام دوران صوبائي راڄڌاني ۽ ريلوي نظام جي مرڪز طور اڀريو. جنهن سان هن شهر جو مالي استحڪام ٻيهر بحال ٿيو. 1924ع کان 1930ع تائين ازبڪ سوويت سوشلسٽ ريپبلڪ جي راڄڌاني ۽ ان کانپوءِ 1938ع ۾ ازبڪستان جي صوبي اوبلاست ۾ انتظامي مرڪز پڻ رهي چڪو آهي.

هن پراڻي شهر ۾ عوام جي تفريح لاءِ ريگستان اسڪوائر قائم ڪيو ويو، جنهن ۾ تيمور جي پوٽي الغ بيگ (Ulaugh beg) ڪيترا اسلامي درسگاهه ۽ مدرسا تعمير ڪرايا. 1619ع کان 1635ع تائين شيرڏر ۽ سترهينءَ صديءَ جي اڌ ڌاري تلڪاري ريگستاني اسڪوائر تي ٽن هنڌن تان سرحدون ڏئي اسڪوائر کي مختلف حصن ۾ ورهائي ڇڏيو. سمرقند ۾ پندرهينءَ کان سترهين صديءَ تائين جا ٻيا به ڪيترائي مقبرا، مدرسا ۽ مسجدون آهن، پر انهن جي ساخت ۽ بناوت تيمور جي دور ۾ تعمير ٿيل عمارتن جهڙي ڪانهي.

سمرقند ۾ موجود قديم يادگار عمارتن ۾ عاليشان وڏا دروازا، ماربل، سون، رنگا رنگي شيشي ۽ پٿر جي ننڍڙن ننڍڙن ٽڪرن سان ناهيل ڇت، چمڪدار ذاتوئي رنگن سان سينگاريل ظاهري نقش ۽ بي تحاشا رنگن جي امتزاج ۽ مختلف ڊزائينن جا تيار ڪيل گنبذ پنهنجو مٽ پاڻ آهن. روسي دور حڪومت ۾ سمرقند ۾ نين عمارتن جي تعمير 1871ع کان شروع ٿي. هيءُ دور خاص ڪري سوويت يونين واري دور تائين پکڙيل هو هن ئي دور ۾ عوامي ادارن (عمارتن)، گهرن، تفريح گاهن جو وڏ کان وڌ بنياد پيو. 1933ع ڌاري ازبڪ ۽ روسي ٿيٽرن جو قيام ۽ زراعت، دوائن ۽ تجارت سان لاڳاپيل اعليٰ تعليمي اداري (يونيورسٽيءَ) جو قيام پڻ ٿيو. سمرقند ڪاروباري ۽ تجارتي حوالي سان قديم ۽ وچئين زماني کان هندستان ۽ چين جي وچ ۾ تجارتي شاهراهن جي سيلي ٻنهي ملڪن کي پاڻ ۾ ملائي ٿو.

سمرقند شهر جو تعلق قديمي دور جي وچئين زماني سان آهي. اٺويهين صديءَ ۾ روسين جي فتح کانپوءِ هيءُ شهر باقاعده تعمير ڪرايو ويو. هن شهر جي ڪل ايراضي 6،300 چورس ميلن (سورنهن هزار، چار سؤ چورس ڪلوميٽرن) تي پکڙيل آهي، جنهن جي ڏکڻ ۾ زرافشان (Zarafishan) نالي درياهه، وادي، اتر ۾ نوراتو ۽ اڪاتو (Nuratau & Akatu) جبل، ڏکڻ-اولهه ۾ گاهه جو وسيع ميداني علائقو ڪرنا بچل ۽ ڏکڻ-اوڀر ۾ زيراوشان جبل جون قطارون شامل آهن. سمرقند ۾ آڳاٽي دور ۾ قائم ڪيل شهر جا آثار اڃا چڱيءَ حالت ۾ آهن. وچئين زماني ۾ تعمير ٿيل هن شهر جي خاڪي تحت يارهين صديءَ جون گهٽيون 5 ميلن (8 ڪلوميٽرن) جي ڊگهين پٽين ۾ 6 داخلي دروازا نصب ٿيل هئا، جيڪي هڪٻئي مان ٿيندا هڪ هنڌ وڃي مرڪوز ٿيندا هئا. روسين جي حملي وقت قديم دور جون ديوارون مڪمل طور تباهه ٿي ويون، پر وچئين زماني جي هن شهر جو خاڪو اڃا تائين محفوظ آهي. جنهن ۾ هن سموري شهر جي بناوت ڏنل آهي. ان کانسواءِ هن شهر ۾ چوڏهين کان ويهين صدي عيسويءَ تائين وچ ايشيا ۾ ٿيل بهترين فن تعمير جي شاهڪارن جا آثار موجود آهن، جن مان ڪجهه عمارتن جو تعلق ان دور سان آهي، جڏهن سمرقند تيمور جي سلطنت ۾ راڄڌانيءَ جي حيثيت رکندڙ هو. فن تعمير جي حوالي سان هڪ اسلامي تعمير تيمور جي چيني گهرواريءَ جي حڪم سان بيبي خانم نالي مسجد (1404ع- 1399ع) ۽ خود تيمور جو تمام وڏو مقبرو گوَر امير 1450ع شامل آهن. پندرهين صديءَ جي ٻئي اڌ حصي ۾ بيشمار مزارون تعمير ٿيون، جيڪي ان وقت جي آلي پلستر تي آبي رنگن جي زيبائش جو بهترين مثال آهن. هن شهر جي خوشحاليءَ کي سترهين ۽ ارڙهين صديءَ جي وچ ڌاري مختلف سببن جي ڪري ڪافي نقصان رسيو ۽ بعد ۾ 1896ع ۾ ريلوي نظام جي قائم ٿيڻ سان هن شهر جي تجارت، درآمد ۽ برآمد ۾ اضافي ٿيڻ سان سمرقند جي خوشحاليءَ ۾ نئين سر اوسر ٿي. سمرقند جي اهم تجارتي شين ۾ مشروبات، تازو ۽ خشڪ ميوو، ڪپهه، چانور، ريشم، تماڪ جي پيداوار ۽ چمڙو وغيره شامل آهن. هن شهر جي معيشت 75 سيڪڙو زراعت سان وابسته آهي. ان کان سواءِ هيءُ شهر ٽريڪٽرن ۽ ٻين موٽر گاڏين جي مصنوعات جي صنعتڪاريءَ جو اعليٰ مرڪز آهي ۽ هتي سئنيما سان لاڳاپيل اوزار به جهجهي انداز ۾ تيار ڪيا وڃن ٿا. موجوده وقت ۾ سمرقند جو شهر واديءَ زيرافشان ۾ قائم ازبڪستان جو

هيو وڏو شهر، تمرلين صوبي جي راڄڌاني ۽ ازبڪستان جي تجارتي مرڪز طور سڃاتو وڃي ٿو. هيءُ شهر پنهنجي تاريخي حيثيت، اهميت ۽ فن تعمير جي ڪري عالمي اداري يونيسڪو جي ورلڊ هيريٽيج جي فهرست ۾ شامل آهي، جنهن تحت هن شهر جي موروثي عمارتن ۽ روحاني قدرن جي سار سنڀال بين الاقوامي سطح تي ڪئي وڃي ٿي. عربن جي قديم قلمي نسخن ۾ هن شهر کي سائنسدانن جي سر زمين شاعرن ۽ مورخن جو مرڪز ۽ اوپرجو روم سڏيو ويو آهي. مشهور فاتح سڪندر اعظم هن شهر جي تعريف ۾ لکيو هو ته: "مون ٻڌو هو ته هيءُ شهر خوبصورت آهي، پر مون هرگز نه سوچيو هو ته سمرقند ايتريقدر خوبصورت ۽ شاهاڻو شهر هوندو." مؤرخن ۽ سياحن جي راءِ مطابق سمرقند حقيقي معنيٰ ۾ اسلامي تعليمات ۽ طرز تعمير جو مرڪز رهيو آهي. شاهه لطيف هن شهر جو ذڪر وڃن جو ذڪر ڪندي هيئين ريت ڪيو آهي:

'ڪي چمڪن چين تي، ڪي لهن سمرقندن سار'

اهو ان حوالي سان آهي جو سنڌ ۾ صوفي ازم جو گهڻو ٽڪو ڦهلاءُ قنڌار ۽ سمرقند کان ٿيو آهي. ان ڪانسواءِ سنڌ تي ارغونن ترخانن ۽ ٻين جون ڪاهون پڻ سمرقند ۽ قنڌار کان ٿيون. آڳاٽي دور ۾ سنڌ جو ڪپڙو پڻ سمرقند ۽ افغانستان ۾ وڪرو ٿيڻ لاءِ موڪليو ويندو هو.

**سمرقند جو صوف** (ناول): 1917ع واري روسي انقلاب جي نتيجي ۾ بخارا سمرقند وغيره ۾ اٿندڙ انقلابي تحريڪن جي سماجي ۽ سياسي پس منظر ۾ محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو سرجيل ناول عبرت سلسلي جي چئن ڪتابن: 'سمرقند جو صوف' (1952ع)، 'نٽ جو صبح' (جون 1952ع)، 'مرشد جي ڏاڙهي' (ڊسمبر 1952ع) ۽ 'ٽيٽاڻي' (فيبروري 1953ع) سان گڏ قسطوار صورت ۾ ڇپيو. اسلاميه پرنٽنگ پريس حيدرآباد، سنڌ ۾ ڇپيو.

**سمن جو قبرستان**: سمن جي دور جو هي قبرستان ضلعي ٿرپارڪر ۾ اسلام ڪوٽ کان ننگرپارڪر ويندڙ رستي تي ڳوٺ لوڻيو لڳ موجود آهي. هن قبرستان ۾ طاهر محمد سمي جو مقبرو آهي، جيڪو 400 سال پراڻو چيو وڃي ٿو. بس اسٽاپ لوڻيو لڳ مسجد آهي، جنهن جي ٻاهرين پٽ جي ساڄي پاسي هڪ منارو (Mantra) ٺهيل آهي ۽ ان جي مٿان گنبذ ڏنل آهي. مسجد جي اڏاوت ڏسي چئي سگهجي ٿو ته هن جي اڏاوت پير پٺي، منصوره ۽ ٺٽي ۾ ٺهيل پراڻين مسجدن وانگر آهي. جيڪي سمن جي دور جون ٺهيل آهن.



**سمن جي سلطنت** (ڪتاب): هن تاريخي ڪتاب جو مصنف ڊاڪٽر غلام محمد لاکو آهي. سنڌ جي تاريخ ۾ سما دور کي وڏي اهميت حاصل آهي. سمن ڄام 1351ع کان 1520ع تائين، آزادي ۽ خودمختياريءَ سان حڪومت ڪئي. هن خاندان ڄام نظام الدين ڄهڙو صالح ۽ بلند بخت وارو حاڪم پيدا ڪيو جنهن پورا 48 سال (1461ع-1508ع) راڄ ڪيو. سنڌس عظمت جي ساک اڄ به مڪليءَ تي موجود سندس مقبرو ڏئي رهيو آهي. سڀ کان اول هي ڪتاب پاڪستان اسٽڊي سينٽر (سنڌ يونيورسٽي)، سال 1987ع ۾ ڇپرايو.



ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1996ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ آندو. ٽيون ڇاپو پڻ ساڳئي اداري 2005ع ۾ ڇپرايو. هر ڇاپي ۾ ڪجهه نه ڪجهه واڌارا ٿيندا رهيا آهن. ڪتاب ۾ ڪل پنج باب آهن. ان ڪانسواءِ متفرقات ۽ ڪي ضميما به ڏنا ويا آهن. سماٽ قبيلن جي شجرن ۽ سمن ڄامن جي شجرن ڪانسواءِ ڪتاب ۾ انڊيڪس به شامل آهن. ان ڪانسواءِ ساڳئي مصنف سمن جي دور بابت مختلف اديبن جا انگريزيءَ ۾ لکيل مختلف مضمون ۽ مقالا ترتيب ڏئي 'The Samma Kingdom of Sindh' جي نالي سان هڪ ڪتاب، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشوري پاران 2006ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو.

**سمندر فقير/ ڪبير فقير جو مقبرو**: هي مقبرو ڳوٺ پراڻي ٻچيريءَ ۾، سائين ڏني جي مقام ۾ ديهه اين-83، تعلقي نوابشاهه ۾، "45'21°26 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "38'20°68 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. مقبري جي اتر ۾ اڌ ڪلوميٽر پنڌ تي ڳوٺ رئيس الهه بخش رند، ڏيڍ ڪلوميٽر ڏکڻ ۾ صوبيدار ڳوٺ، اوڀر ۾ هڪ



ڪلوميٽر پنڌ تي ڊولو مائينر، هڪ ڪلوميٽر اولهه ۾ ٻانڊي ٻچيري روڊ ۽ 16 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي نوابشاهه شهر آهي. مقبرو چورس رٿ ۾ آهي. اڏاوت ۾ پڪيون سرون (26x17x5 س.م) ۽ گل وغيره استعمال ٿيل آهن. مقبري کي چئني پاسي لنگهه آهن. هن وقت صرف اتر، اوڀر ۽ اولهه وارا لنگهه سلامت آهن. جڏهن ته ڏاکڻيون دروازو ۽ پورو حصو ڊهي پيو آهي (1998ع). لنگهن وٽ به مستطيل پانيل ٺهيل آهن. ڳچ (Drum) اٺڪنڊو آهي. مقبري جا ڪي حصا ظاهر آهن. گنبذ سڄو ڪِري پيو آهي. چورس حجري ۾ اونهي ڪڻ ونگ (Recessed Arch) هر دروازي مٿان ٺهيل آهي. اندر چار ڪنڊ- جوڙون (squinches) آهن. جيڪي اوچائيءَ ۾ ڪڻ-ونگ پانيل جي برابر آهن. ڏاکڻي ديوار مڪمل طور ڪري پئي آهي. ڳچ جا آثار بيٺل آهن. اندر هڪ قبر اڌيل آهي ۽ مقبرو زبون حال ۾ آهي. ديوارن واريون سِرون نڪري آيون آهن ۽ ملبو ٽڙيو پکڙيو پيو آهي (1998ع).

**سمنڊ/ وڏا سمنڊ ۽ ٻيا سامونڊي ماڳ (Sea, Ocean and other Water Bodies):** پـون وگيـان (Geology)، جـاگرافي (Geography) ۽ سامونڊي سائنس (Oceanography) موجب سمنڊ/ وڏا سمنڊ، ڌرتيءَ جي پاڻيهاري منڊل (Hydrosphere) جو هڪ مکيه حصو آهن، جيڪي ڌرتيءَ جي 71 سيڪڙو مٿاڇري تي پکڙيل آهن. اهو سامونڊي حصو سڄي جو سڄو لوڻياٺو آهي. سامونڊي سائنس (Oceanography) جي لحاظ کان سمنڊ (Sea) ۽ وڏي سمنڊ (Ocean) ۾ فرق آهي. سمنڊ، ڪنهن وڏي سمنڊ جو حصو ٿئي ٿو، جنهن سان ڪٿي نه ڪٿي زمين وچي جُڙي ٿي، پر جيڪڏهن سمنڊ مڪمل طور زمين سان گهيريل آهي ته ان کي اندروني سمنڊ/ زميني سمنڊ (Inland Sea) چئبو. وڏن سمنڊن جو لوڻياٺو پاڻي وشال ۽ اڻ ڪٽ هوندو آهي ۽ ان کي ڪي به حدون نه هونديون آهن. ان ڪري سمنڊ، مهاسمنڊ کان تمام ننڍو ٿئي ٿو.

هر سمنڊ کي مٿيون ڪنڌائتو پاٽيارو مٿاڇرو (Continental Shelf)، ٿيندو آهي، جنهن ۾ اُها سامونڊي جيوت پلجي ٿي، جيڪا انساني پيٽ قوت جو ذريعو رهي آهي. ان کانپوءِ ڪنڌائتي لاهي (Continental Slope) ۽ گهريون کاهيون (Trenches) آهن. سامونڊي ڪنارن سان تمر جا ٻيلا (Mangroves Forest) ۽ مرجاني ٽڪريون (Coral Reefs) الڳ آهن.

دنيا ۾ هن وقت وڏي ۾ وڏو سمنڊ، پئسفڪ وڏو سمنڊ (Pacific Ocean) آهي، جنهن کي تمام وڏن سمنڊن جو ابو (Father of Oceans) سڏجي ٿو. جنهن جي پکيڙ 155,557,000 چورس ڪلوميٽر آهي. هن جي شڪل ٽڪنڊي (Triangle shape) جهڙي وچي بيهي ٿي، اها شڪلي بيهڪ ايشيا، ڏکڻ آمريڪا ۽ اتر آمريڪا جي وچ ۾ آهي، جڏهن ته ننڍي ۾ ننڍو مهاسمنڊ آرڪٽڪ سمنڊ (Arctic ocean)، هڪ ٿڌو ۽ برفيلو وڏو سمنڊ آهي، جيڪو 14,056,000 چورس ڪلوميٽر ايراضي والاري ٿو.

دنيا ۾ پنج وڏا سمنڊ (Oceans) آهن، جن مان ٽي وڏا سمنڊ لوڻياڻي پاڻيءَ وارا ۽ به مهاسمنڊ ٿڌا برفيلا سمنڊ آهن، جيڪي اتر ۽ ڏکڻ قطب ڏانهن آهن:

(1) پئسفڪ سمنڊ/ بحرالڪاهل (Pacific ocean)،
(2) ائٽلانٽڪ وڏو سمنڊ/ بحراوقيانوس (Atlantic ocean)،
(3) هندي/ سنڌي وڏو سمنڊ (The Indian ocean)،
(4) ڏاکڻو وڏو سمنڊ / اينٽارڪٽڪ وڏو سمنڊ (Antarctic ocean) ۽
(5) آرڪٽڪ وڏو سمنڊ (Arctic ocean).

هي آخري به برفيلا ٿڌا وڏا سمنڊ آهن. انهن ۾ هي برفاني سمنڊن مٿان ٽنڊرا جا جهنگ (Tundra Forest) آهن، جن کي ليچَن ۽ موسيس جا ٻيلا (Leichens & Mosses Forest) چئبو آهي، جن ۾ رين ڍيئر (برفاني هرڻ)، بگهڙ، لومڙ، رڇ ۽ ٻي جيوت متحرڪ نظر ايندي آهي.

**سمنڊ ۽ وڏي سمنڊ جڙڻ جي تاريخ (History of Sea and Oceans):** 22 ڪروڙ 50 لک سال (225 million years) اڳ ڌرتيءَ جي مٿاڇري تي هڪ يڪو 'مها کنڊ' (Super Continent)، پئنجيا (Pangaea) ۽ ان جي چوڌير هڪ يڪو مهاسمنڊ Panthalassa موجود هو. جيڪو 20 ڪروڙ سال (220 million years) اڳ، مهاکنڊ جي وچ مان ٽيٿئس سمنڊ (Tethys Sea) جي اُسرڻ جي ڪري ٻن ڀاڱن ۾ ورهائجي ويو. اُتر اڌ گولي (Northern Hemisphere)، لائريشيا (Laurasia) ۽ ڏکڻ اڌ گولي (Southern Hemisphere) ۾ گونڊوانا لينڊ (Gondwana Land) جُڙيا. لائريشيا مان اُتر آمريڪا، گرين لينڊ، يورپ ۽ ايشيا وارا حصا الڳ الڳ ٿي نروار ٿيا، جڏهن ته ڏاکڻي گونڊوانا (Gondwana Land) مان آفريڪا، ڏکڻ هندستان، آسٽريليا ۽ ڏکڻ آمريڪا وارا کنڊ جُڙيا. ان ريت ڌرتيءَ جون اُهي جڙيل تاسريون (Plate Tectonic) پنهنجين جڳهن تي متحرڪ رهندي ٽٽڻ ۽ رڙهڻ (continental drift) واري عمل ۾ رُڌل رهيون. انهيءَ ڪنڌائتي ٽوڙ ۽ لوڙهه سبب نوان کنڊَ ۽ سمنڊَ جڙندا ويا. ان ريت ڪيترائي کنڊ جهڙوڪ: ايشيا، يورپ، آفريڪا، اتر آمريڪا، ڏکڻ آمريڪا، آسٽريليا ۽ انٽارڪٽيڪا کنڊ جُڙيا ۽ انيڪ سمنڊ اُسري نروار ٿيا، جن ۾: اُتر يونوچ سمنڊ (North Mediterranean Sea)، ڏکڻ يونوچ سمنڊ (South Mediterranean Sea)، ڪيسپيئن سمنڊ (Caspian Sea)، جپاني سمنڊ (Sea of Japan)، اوڪاٽسڪ سمنڊ (Sea of Okhotsk)، اوڀرندو سائبرين سمنڊ (East Siberian Sea)، ليپٽيو سمنڊ (Lepteve Sea)، ڪرا سمنڊ (Kara Sea)، بيرينٽس سمنڊ (Barents Sea)، ناروئن سمنڊ (Norwegian Sea)، جاوا سمنڊ (Java Sea)، سيويو سمنڊ (Savu Sea)، بانڊا سمنڊ (Banda Sea)، تيمور سمنڊ (Timor Sea)، فلورس سمنڊ (Flores Sea)، بيلنگشيوسين سمنڊ (Bellingshausen Sea)، امنڊسين سمنڊ (Ammundsen)، ارافيورا سمنڊ (Arafura Sea)، سيرام سمنڊ (Ceram Sea)، ملاڪا سمنڊ (Molaca Sea)، سولو سمنڊ (Sulu Sea)، ازور سمنڊ (Sear of Azor)، ڪئنڊيا سمنڊ (Sea of Candia)، سيليبيس سمنڊ (Celebes Sea)، ايجيئن سمنڊ (Aegean Sea)، ليگوريئن سمنڊ (Ligurian Sea)، بئليئرڪ سمنڊ (Balearic Sea)، تارهنين سمنڊ (Tyrrhenian Sea)، ڪريٽ جو سمنڊ (Sea of Crete)، آيونين سمنڊ (Ionian Sea)، اندامن سمنڊ (Andaman Sea)، گرين لئنڊ سمنڊ (Greenland Sea)، چُڪچي سمنڊ (Chukchi Sea)، تسمان سمنڊ (Tasman Sea)، ويڊيل سمنڊ (Weddell Sea)، ڪورل سمنڊ (Coral Sea)، ڪارو سمنڊ (Black Sea)، ڳاڙهو سمنڊ (Red Sea)، اڀرندو چيني سمنڊ (East China Sea)، ڏاکڻو چيني سمنڊ (Southern China Sea)، ڪئريبئن سمنڊ (Caribbean Sea)، اُتر سمنڊ (North Sea)، بيرنگ سمنڊ (Bering Sea)، ميڪسيڪو نار وارو سمنڊ (Gulf of Mexico Sea)، بالٽڪ سمنڊ (Baltic Sea)، ايڊرياٽڪ سمنڊ (Adriatic Sea)، اڇو سمنڊ (White Sea)، مئل سمنڊ (Dead Sea)، زرد سمنڊ (Yellow Sea)،

بيوفورٽ سمنڊ (Beaufort Sea)، عربي سمنڊ (Arabian Sea) وغيره اچي وڃن ٿا. جيڪي پنجن وڏن سمنڊن (oceans) جا حصا آهن ۽ انهن سان ڪنهن نه ڪنهن نموني جڙيل آهن. جيئن پئسفڪ وڏي سمنڊ (Pacific ocean) سان 35 سمنڊ ۽ نار، ائٽلانٽڪ (Atlantic ocean) وڏي سمنڊ سان 10 سمنڊ، يونوچ وڏي سمنڊ سان 25 سمنڊ، اينٽارڪٽڪ وڏي سمنڊ سان 19 سمنڊ، آرڪٽڪ وڏي سمنڊ سان 16 سمنڊ ۽ ڪاريون ڳنڍيل آهن. جڏهن ته اندريان سمنڊ (Inland sea) جن جي چوڌاري زمين ٿئي ٿي، تن جو تعداد 5 آهي، اُهي: (1) ڪئسپيئن سمنڊ (Caspian Sea)، (2) ارل سمنڊ (Aral Sea)، (3) مئل سمنڊ (Dead sea)، (4) ڪارو سمنڊ (Black sea) ۽ (5) ڳاڙهو سمنڊ (Red Sea) آهن. هي سمنڊ جيڪي ڌرتيءَ جي ڪنارن سان لڳن ٿا، اهي وڏن سمنڊن جي مقابلي ۾ تراکڙا ٿين ٿا. جڏهن ته وڏا سمنڊ گهڻو اونها هوندا آهن. عام سمنڊ زمين ڪي ويجهو هئڻ ڪري سنڌن تري ۾ ڪيترن قسمن جي جيوت ۽ جنسار جنم وٺن ٿا، جن ۾ سامونڊي گاهه وليون، وڻ، ٻوٽا ۽ انيڪ سامونڊي جيوت شامل آهي. جڏهن ته وڏن سمنڊن (Oceans) ۾ رکو بيڪٽريائي زندگي ممڪن آهي، ڇاڪاڻ ته انهن جي تري/ تهه تائين ڪنهن به قسم جي گئس ۽ روشني پهچي نه ٿي سگهي، جيڪا زندگيءَ جي اوسر لاءِ ضروري ٿئي ٿي. هر سمنڊ جي گهرائي ماپڻ لاءِ هڪ 'سامونڊي ماپو' (فيٿوميٽر= Fathometer) ڪتب آندو ويندو آهي، جنهن جو ايڪو فيٿمس (Fathoms) آهي ۽ هڪ فيٿم ٻن والن (1 Fatham= 2 yards) جي برابر هوندو آهي.

**مهاسامونڊي وهڪرا (Ocean currents):** مهاسامونڊي وهڪرا، سامونڊڪي دنيا ۾ وڏي اهميت رکندڙ آهن. اهي وهڪرا، هوائن ڪِهلڻ سبب لهرون جُڙن ٿيون. اهي مها سامونڊي وهڪرا، سامونڊي لهرن (Sea waves) ۽ ويرن (tides) جي ابتڙ درياهن وانگر لاڳيتو هڪ مخصوص ۽ مقرر طرف ڏانهن وهندا رهن ٿا. فرق رڳو اهو آهي ته درياهه زمين تي وهندا آهن ۽ سامونڊي وهڪرا سمنڊن ۾ وهندا آهن. درياهه جو پيٽ ننڍو هوندو آهي ۽ سامونڊي وهڪرا وشال ۽ گِهرا هوندا آهن. انهن جي وڌ ۾ وڌ ويڪر 500 ڪلوميٽر ۽ اونهائي 180 ميٽر تائين هوندي آهي. انهن جي عام وهڪ جي رفتار 16 ڪلوميٽر في ڪلاڪ هوندي آهي. سمنڊ جي مٿاڇري وارا وهڪرا لوڻياٺ (Salinity) ۽ گرميءَ پد جي تبديليءَ ۽ ڌرتيءَ وارين هوائن جي ڪري جڙندا آهن. سمنڊ جي ڊيگهه ۽ ويڪر، شڪل ۽ صورت سامونڊي وهڪرن تي به اثر انداز ٿيندي آهي. جاگرافيائي لحاظ کان سامونڊي وهڪرا (Ocean currents) سڌا سنوانا ۽ افقي (Horizontally) وهندا آهن. دنيا جي اترئين اڌ گولي (Northern Hemisphere) وارا وهڪرا سُبت گهڙيالي (Clockwise) صورت ۾ وهندا آهن. جڏهن ته دنيا جي ڏاکڻي اڌ گولي ۾ سامونڊي وهڪرا ابت گهڙيالي (Anti clockwise) رخ ۾ وهندا آهن. انهن سامونڊي وهڪرن جو دنيا جي سامونڊي اچ وڃ جي وسيلن، وايو منڊل ۽ مُندن تي وڏو اثر ٿيندو آهي. جڻ ته اهي سامونڊي وهڪرا سڄي ڌرتيءَ جي ساري پاڻياري تهه جي تازگي ۽ توانائي برقرار رکندڙ اهڙي چرپر هوندا آهن. جيڪا هر روز نئين رت وانگر حياتي ڏيندڙ ۽ وڌائيندڙ هوندي آهي. انهن وهڪرن وسيلي سمورن سمنڊن ۽ وڏن سمنڊن جو لاڳاپو هڪٻئي سان برقرار رهي ٿو ۽ پاڻيءَ جي متاستا پڻ ٿيندي رهي ٿي. اهي وڏا سامونڊي وهڪرا اتر قطب کان اڏوڪ/ خط استوا (Equator)تائين پهچڻ ۾ هڪ سؤ ورهين جو سفر طئي ڪندا آهن.

**سامونڊي ۽ مهاسامونڊي طوفان: هريڪين ۽ ٽائيفون (Hurricane and Typhoon of Pacific Ocean):** پئسفڪ وڏي سمنڊ مان هريڪين (Hurricane) ۽ 'ٽائي فون' (Typhone) نالي سامونڊي طوفان جڙندا آهن، جيڪي ان جي ڪنار وارين وسندين کي وڏو نقصان رسائيندا آهن. هي



طوفان سمنڊ جي گهٽ داٻ واري گرم مٿاڇري واري پاڻيءَ مان جُڙندا آهن. جنهن جو گرمي پد 80 فارن هائيٽ (80° F) هوندو آهي ۽ اهو سامونڊي پٽيءَ کان 150 فوٽ هيٺ هوندو آهي. هريڪين (Hurricane) جي مُند، اوپر پئسفڪ وڏي سمنڊ ۾، 15 مئي کان 30 نومبر تائين ۽ وچولي پئسفڪ وڏي سمنڊ ۾ جون کان 30 نومبر تائين هوندي آهي. هي طوفان 74 ڪلوميٽر في ڪلاڪ جي رفتار کان وٺي 119 ڪلوميٽر في ڪلاڪ جي رفتار سان لڳندا آهن. سڄيءَ دنيا ۾ 40 کان 50 ڀيرا هڪ سال ۾ هريڪين وارا سامونڊي طوفان ايندا آهن. هنن طوفانن واري پٽي خط استوا (equator) وٽان 5 کان 20 ناٽ تي ڏکڻ ۾ واقع آهي. هنن سامونڊي طوفانن 'هريڪين' جو سلسلو ائٽلانٽڪ وڏي سمنڊ، ڪئمبرين سمنڊ ۽ مئڪسيڪو نار کان وچولي پسئفڪ وڏي سمنڊ تائين هلندو آهي. دنيا جا سراسري ٽائفون، اتر اولهه پئسفڪ وڏي سمنڊ مان اوپر 180 ڊگرين ۽ اوپر 100 ڊگرين کان نهندا آهن ۽ اوپر جپان، فلپائن ۽ ڏکڻ چين تائين هليا ويندا آهن. انهن جي اثر جي ڪري ٽائيوان گهميل رهندو آهي. ٽائفون اصل ۾ هڪ گرم/ تتل (Tropical) واچوڙو آهي، جيڪو پئسفڪ وڏي سمنڊ جي گرم پاڻيءَ جي مٿاڇري ۽ وايومنڊل (Atmosphere) جي پهرئين هيٺين تهه 'ڦرنڌڙ گهرنڌڙ منڊل' (Troposphere) ۾ گهٽي گهمر ۽ گهٽ دٻاءَ جي ڪري جڙندو ۽ جون کان

نومبر جي مند تائين چربر ۾ رهندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن اهي واچوڙا ڊسمبر تائين به جڙندا رهندا آهن ۽ ساموندي ڪنارن وارن علائقن تائين پهچي وڏو نقصان پهچائيندا آهن.

دنيا جي ڪجهه اهم سمنڊن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

**(1) يونوچ سمنڊ (Mediterranean Sea):** هي سمنڊ دنيا جو وچولو سمنڊ آهي. جيڪو 2510000 چورس ڪلوميٽر پکيڙ رکي ٿو ۽ ٽن کنڊن: آفريڪا، يورپ ۽ ايشيا جي وچ ۾ زميني ہنڌڻ ۾ ٻڌل (Land locked) آهي. هي 'جبل الطارق واري لنگهه' (Strait of Gibraltar)وسيلي وچي ائٽلانٽڪ وڏي سمنڊ سان ملي ٿو. جڏهن ته ان ڪي پڇڙ کان ڪارو سمنڊ (Black sea)، مارمرا سمنڊ (Sea of Marmara)۽ اُن جي پڇڙيءَ ۾




اَزور سمنڊ (Sea of Azore)به ڳنڍيل آهي. يونوچ سمنڊ ۾ جڙيل تاسرين (Plate Tectonic) جي لٽ پٽ (subductions) واري قدرتي لقاءَ جي ڪري يورپ، ايشيا ۽ اتر آفريڪا ۾ زلزلا ايندا رهن ٿا.

**(2) عربي سمنڊ (Arabian Sea or Sindhi Sagar):** عربي سمنڊ کي اڳاٽي وقت ۾ فارسي سمنڊ/ بحر فارس (Persian Sea) به چوندا هئا. هي سمنڊ يورپي کنڊ ۽ ننڍي کنڊ کي ساموندي رستي سان پاڻ ۾ ڳنڍي ٿو هي سمنڊ 50 ڪروڙ ورهيه (500 million years) اڳ جڙيو هو، جڏهن ته هندي/ سنڌي تاسر (Indian Plate) يوريشين تاسر (Eurosian Plate) سان وچي ڳانڍاپو ڪيو هو جنهن جي جُڙڻ واري سَنڌي تي هماليائي جابلو سلسلو اُسريو آهي. هن ۾ چوڙ ڪندڙ درياهن ۾ سنڌو درياهه (River Indus) ۽ نربدا درياهه (Narmuda River)مکيه درياهه آهن. هن سمنڊ جي وچ ۾ ڪو به ٻيٽ نه آهي. عربي سمنڊ جي اوپر ۾ هندي وڏو سمنڊ ۽ اولهه ۾ 'راس گڊ هوپ' (Cape of Goodhope) آهي. عربي سمنڊ جو گهٽ ۾ گهٽ گرمي پد 25 سينٽي گريڊ کان 26 سينٽي گريڊ تائين آهي. هي مٿئين سطح وارو گرمي پد جنوري ۽ فيبروريءَ جي مهيني جو آهي ۽ وڌ ۾ وڌ گرمي پد 28 سينٽي گريڊ آهي، جيڪو جون کان نومبر جي مهينن ۾ جڙندو آهي. هن سمنڊ جي مند چوماسي جي هوائن وانگر هوندي آهي. هن سمنڊ ۾ مينهوڳيءَ جي مند اپريل کان نومبر جي مهيني تائين رهندي آهي، عربي سمنڊ ۾ لوڻيات (Salinity) جو مقدار 35 ڀاڱا في هزاري فوٽن ۾ آهي. خشڪ سالي واري مند ۾




لوڻيات جو هي مقدار 36 ڀاڱا في هزاري (36 parts per thousands= PPM) کان وڌيڪ هوندو آهي. هن سمنڊ جي تري ۾ انيڪ معدنيات ۽ ڌاتن سان گڏ تيل جا وڏا ذخيرا موجود آهن. جيڪي ممبئيءَ جي اتر اولهه واري ڀاڱي ۾ وڌيڪ آهن. هي سمنڊ مختلف قسمن جي مڇيءَ سان پرپور آهي.

**(3) ڪارو سمنڊ (The Black Sea):** ڪارو سمنڊ 207900 چورس ڪلوميٽرن ۾ پکڙيل آهي. هي سمنڊ اصل ۾ مهاڪنڊ (Super Continent) کي ورهائيندڙ ٿيٿس سمنڊ (Thethys Sea) جو جديد نالو آهي. هي سمنڊ، ائٽلانٽڪ وڏي سمنڊ (Atlantic Ocean) سان وچي جُڙي ٿو. جڏهن ته هي ڪارو سمنڊ، مارمرا سمنڊ وسيلي يونوچ سمنڊ سان پاڻيءَ جي مٽ سٽ ڪندو ٿو رهي، ان ڪري جو ڪارو سمنڊ، وچ ڊگهائي ڦاڪ (mid latitudes) تي موجود آهي. هن ۾ ڪيترائي مٺا درياهي وهڪرا اچي چوڙ ڪندا آهن. جيڪي هن سمنڊ جي پاڻيءَ کي اڌ لکي نموني مٺو ڪن ٿا. هن جي ڪارائپ، ٻاڦ ٿيڻ (evaporation)واري عمل وسيلي وڌبي ۽ گهٽبي رهندي آهي. خاص طرح سان ڊينوب درياهه (Danube River) ۽ سانوٽيءَ جو مينهن. گڏيل نموني 575 ڪلوميٽرن ($575\ km^3$) تائين ٽيٽي انگ ۾ مٺو پاڻي ڪاري سمنڊ ۾ چڙهن ٿا. جڏهن ته باقي 229 ڪلوميٽر ($229\ km^3$) ٽيٽو پاڻي، مارمرا سمنڊ (Sea of Marmara) جي ڏکڻ اولهه پاسي کان ازور سمنڊ (Sea of Azor) کان اتر واري پاسي کان ڏئي ٿو ان ريت هن جو سالينو پاڻيارو توازن برقرار رهي ٿو ڪارو سمنڊ سالينو 332 ڪلوميٽر ($332\ km^3$) ٻاڦ ٿيڻ واري عمل دوران پنهنجي پائيداري بحال رکي ٿو. جڏهن ته هڪ ٿورڙو حصو 32 ڪلوميٽر ازور سمنڊ کي ڏئي ٿو.

**(4) ڳاڙهو سمنڊ (The Red Sea):** ڳاڙهو سمنڊ اٽڪل روءِ هڪ چورس شڪل ۾ 1900 ڪلوميٽر ڊگهو ۽ 300 ڪلوميٽر ويڪرو آهي. هن جي ڪل پاڻياري پکيڙ 453000 چورس ڪلوميٽر آهي، جڏهن ته هن جي سراسري اونهائي 490 ميٽر آهي. هن جي وڌ کان وڌ اونهائي 2850 ميٽر ٿيندي،

گھٽو ڪري هن جو سامونڊي ترو تانگهو آهي ۽ هڪ ويڪري 'ڪنڊائين پاٽيءَ جو مٿاڇرو' (broad continental shelf) رکي ٿو. پاٽيءَ جو اهم مٿاڇرو مرجاني ساحل (Coral reef) وسيلي ونڊجي وڃي ٿو. هن جي ڪنڊائين لاهي (Continental Slope) بي ترتيب انداز ۾ ڏاڪيدار لاهيون جوڙيندي 500 ميٽرن تائين اونهائيءَ ۾ هلي وڃي ٿي. ڳاڙهي سمنڊ جي مرڪز ۾ هڪ سوڙهي اونهائي اٽڪل روءِ 1000 ميٽرن تائين گهري آهي ۽ ڪٿي ڪٿي ان جي اونهائي 2500 ميٽرن کان به وڌي وڃي ٿي. هن کي ڳاڙهو سمنڊ، گرمي پد وڌيڪ هئڻ جي ڪري ڪوٺيو وڃي ٿو.

جديد تحقيق موجب 'ڳاڙهو سمنڊ' (Red Sea)، وڏي سمنڊ وارا گڻ اختيار ڪندو رهي ٿو ۽ اُن عمل ۾ مصروف آهي. هزارن ورهين کان پوءِ شايد هي ڇهين وڏي سمنڊ جي صورت اختيار ڪري وٺي.

هن سمنڊ جي تري مان 'نيساري- کاڻ کوٽ' (vessel mining) واري طريقي سان روزانو به لک ٽن مقدار جو ڌاتو ڪڍيو وڃي ٿو. انهيءَ زهريلي ڌاتوءَ جي ڪِن ڪچري (slurry) کي ڪاري پاٽيءَ ۾ ٺئي ڳاريو وڃي ٿو، جيئن ماحولياتي گدلاڻ ۾ گهٽتائي اچي سگهي، هي هڪ اهم سمنڊ آهي، جيڪو اڳتي هلي هزارين لکين ورهين کان پوءِ هڪ مهاسمنڊ (Ocean) جو روپ وٺندو. سال 1869ع ۾ هن جي ڇِڇيءَ (Head of Red Sea) کي ٽُڪي ۽ کوري اُن مان 'سئيز واهه' (Suez Canal) ڪڍيو ويو هو،




جنهنڪري يورپين جو آفريڪا کنڊ جو ڦيرو ڏئي ڪري ايشيا جي ملڪن ۾ پهچڻ وارو ڏکيو سفر آسان ٿي پيو آهي.

**(5) بيرنگ سمنڊ (The Bering Sea):** هي سمنڊ اڌ گابري بند تري (Semi enclosed basin) وارو آهي ۽ پنهنجيءَ ويڪر ۾ يونوچ سمنڊ جيترو آهي ۽ ٻن وڏن کنڊن: اتر آمريڪا ۽ ايشيا، ۽ ٻن وڏن سمنڊن: پئسفڪ وڏي سمنڊ ۽ آرڪٽڪ وڏي سمنڊ کي ورهائي بيهاري ٿو. هن جو ويڪرو مٿيون ڪنڊائون پاٽيارو تهه (Continental Shelf) 600 ڪلوميٽرن کان به وڌيڪ آهي، هن جو مٿيون پاٽيارو فرشي تهه 'ڇڪڇي سمنڊ' تائين پکڙيل آهي. بيرنگ سمنڊ سياري جي مند ۾ برف سان ڍڪجي ويندو آهي. اڳاتا قديم لاڏائو انسان هن بيرنگ سمنڊ وسيلي وچ آمريڪا تائين پهتا هئا. انهن ڏنار لوڪن جي پونيرن وچ آمريڪا کان ڏکڻ آمريڪا ۾ 'مايا ۽ انڪا تهذيب' جو بنياد وڌو هو.

هيءُ سمنڊ گڏيل روس کان الاسڪا (Alaska) جي اليوشن ٻيٽن (Aleutian Islands) تائين هلي ٿو هي سمنڊ هڪ ٻن ماڳن کي ڇڏي




هڪ وڏو 'ڪنڊائون مٿيون پاٽيارو تهه' (Continental Shelf) رکندڙ آهي. هن جي ڪارائپ (Salinity)، نائٽريٽ (Nitrate) ۽ ڍڳهيون برف واريون ڇپون (Isezone) بهار جي آخر ۾ پگهرجڻ لڳنديون آهن. ان ريت برف جي وگهرڻ وارو هي عمل ان لاءِ مناسب آهي ۽ سامونڊي جيوت جي واڌويجهه جو ذريعو بڻجي ٿو.

دنيا جا سمورا سمنڊ انساني تاريخ ۽ جاگرافيءَ جي حوالي سان تمام وڏي اهميت رکن ٿا. سمنڊ رستي انسان هزارين ورهين کان هڪ هنڌان ٻئي هنڌ سفر، واپار ۽ لڏپلاڻ ڪندا رهيا آهن. جيتوڻيڪ هن ڌرتيءَ جي ديسي سمنڊن (Inland Seas) کي ڇڏي ٻيا سمورا سمنڊ پنهنجن مختلف ڊِسائن وارن وهڪرن جي ڪري هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن. تنهن هوندي به سندن پکيڙ مختلف هئڻ ڪري انهن کي **پنجن وڏن سمنڊن/ مهاساگرن (Oceans)** ۾ ورهايو ويو آهي. ڪي جاگرافيدان (پون چاٽڪ) ڇهون وڏو سمنڊ، ڏاکڻي وڏي سمنڊ' (Southern Ocean) کي به ڄاڻائين ٿا ۽ ان جي حدبندي به ٻڌائين ٿا. جيڪا ساڳي ڏاکڻي ڄميل سمنڊ جهڙي ۽ ساڳي آهي.

**(1) پئسفڪ وڏو سمنڊ (Pacific Ocean):** دنيا جو سڀني کان وڏي ۾ وڏو سمنڊ، پئسفڪ وڏو سمنڊ آهي، جنهن جي پکيڙ 155557000 چورس ڪلوميٽر آهي ۽ ان جي وڌ ۾ وڌ اونهائي 35827 فوٽ (10924 ميٽر) آهي. هن وڏي سمنڊ جي اوڀر ۾ اتر آمريڪا ۽ ڏکڻ آمريڪا وارا کنڊ، اولهه ۾ ايشيا ۽ آسٽريليا وارا کنڊ، اتر ۾ اترين ڄميل سمنڊ ۽ ڏکڻ ۾ ڏاکڻو ڄميل سمنڊ موجود آهن. هي وڏو سمنڊ ڌرتيءَ جي 28 سيڪڙو مٿاڇري تي پکڙيل ۽ اٽڪل روءِ سڄيءَ زمين تي پکڙيل آهي ۽ دنيا جي سمورن وڏن سمنڊن جو 46 سيڪڙو پاڻي والاري ٿو. پئسفڪ جي معنيٰ سانتيڪو يا امن پربو (peaceful) آهي، هن سمنڊ کي هيءُ نالو 1513ع

۾ ويسڪونونزدي بلبوا (Vasco Nunes de Balboa) نالي هڪ يورپي مهم جُوءِ هن وشال سمنڊ کي ڳولي ڏيندڙ ڏنو ان کانپوءِ هڪ پورچوگيزي جهازيءَ فيرڊينيڊ ميگلان (Ferdinand Magellan)، 1520ع ۾ هن مهاسمنڊ جو سفر مڪمل ڪيو ۽ هن پئسفڪ وڏي سمنڊ کي اهو ساڳيو نالو ڏنو. پئسفڪ وڏو سمنڊ، ڏاکڻي اينٽارڪٽڪ سمنڊ، ايشيا ۽ آسٽريليا سميت زمين جو ڌري گهٽ سجو الهندو اڌ والاري ٿو. هن جي پاڻيءَ جون حدون 'راس هورن' (Cape Horn) کان ائٽلانٽڪ واري




پاڻيءَ کان جدا ٿي وڃن ٿيون. پئسفڪ وڏي سمنڊ جي ڏکڻ ۾ ڏاکڻو سمنڊ (Southern Sea) آهي ۽ اوير ۾ هندي/ سنڌي وڏو سمنڊ (Indian Ocean) آهي ۽ اولهه ۾ 'راس هورن' (Cape Horn) آهي. ان جي سراسري اُونهائي 4028 ميٽر ۽ اونهي ۾ اونهو هنڌ جپان ويجهو 'مئريانا کاهي' (Mariana Trench) آهي، جيڪا 35827 فوٽ/ 10924 ميٽر اونهي آهي. هيءَ دنيا جي سڀ کان اونهي کاهي (Trench) آهي. تاريخي ۽ جاگرافيائي لحاظ کان پئسفڪ وڏو سمنڊ انسان ذات لاءِ سفر، واپار ۽ لڏپلاڻ جو هڪ وڏو ذريعو رهيو آهي. هن وڏي سمنڊ جي شڪل ٽڪنڊي (Triangle) جهڙي آهي. پئسفڪ وڏي سمنڊ جي ڪنارن سان جابلو سلسلا موجود آهن، جن ۾ تمام گهڻو آتشفشاني عمل ٿيندو رهندو آهي. هن جي تري ۾ اهڙو زلزلائي باهه جو گولو (Ring of fire) پڻ ڦرندو رهي ٿو ۽ ان جي ڪنار سان 'زلزلائي پٽو' پڻ موجود آهي. ان ڪري هتي تمام گهڻا زلزلا ۽ سونامِيون اينديون رهنديون آهن. هن وڏي سمنڊ ۾ ننڍا وڏا انيڪ ٻيٽ ۽ ٻيٽاريون موجود آهن، جن ۾ فلپائن جا ٻيٽ، جپان جا ٻيٽ ۽ هوائي ٻيٽ مشهور آهن. هيءُ وڏو سمنڊ عالمي تجارت لاءِ ڪڏهن به اهميت جوڳو نه رهيو آهي.

**پئسفڪ وڏي سمنڊ جا وهڪرا (Pacific Ocean Currents):** پئسفڪ وڏي سمنڊ جا اتريان وهڪرا سُبت گهڙيالي (Clockwise) صورت ۾ وهندا آهن ۽ پئسفڪ وڏي سمنڊ وارا ڏاکڻا وهڪرا ابت گهڙيالي (Anti clockwise) شڪل ۾ وهندا آهن. ڏکڻ ۽ اتر واري پئسفڪ وڏي سمنڊ جا استوائي وهڪرا (Equatorial Current) اولهه ڏانهن لڳندا آهن.

هن مهاسمنڊ جي ٻيٽن وارو جهڳٽو آرچي پيلاگو ٻيٽن (Archipelago Islands) ۽ ڏکڻ آمريڪا جي ساموندي پٽي پڻ پئسفڪ جي اڏوڪي/ استوائي وهڪرن آڏو جهل/ روڪ (Barrier) ثابت آهن. اتر پئسفڪ سمنڊ وارا وهڪرا، ڪروشيائي وهڪرن (Kuroshia) سان گڏجي جوشيما وهڪرو (Joushima Current) ثابت اتر ڏانهن وهندا، جپاني سمنڊ ۾ وڃي ڪِرن ٿا. هي وهڪرو جپان جي اولهه ساموندي پٽيءَ سان لڳو لڳ، اتر اوير پاسي پئسفڪ وڏي سمنڊ جي لوڙهه (Pacific drift)سان ملي ڏکڻ ڏانهن ٿڌي ڪيليفورنيائي وهڪري (California Current) سان وڃي گڏجي ٿو. اتر پئسفڪ لوڙهه (Northern Pacific drift) الاسڪا نار (Gulf of Alaska) جي پٽيءَ سان لڳو لڳ پنهنجو وهڪرو جوڙي ٿو ۽ اهو ٿڌو وهڪرو سياري جي مند ۾ به برفاني نه هوندو آهي ۽ ان جي طبعي صورتحال گرميءَ واريءَ مند جهڙي ٿي هوندي آهي.

ڏکڻ پئسفڪ وڏي سمنڊ وارا وهڪرا اوير آسٽريليائي وهڪري (Eastern Australian Current، جيڪو آفريڪا کنڊ جي نيوگني (New Guniea) ملڪ جي اتر ساموندي پٽي سان لڳ وهي ٿو) ۽ اوير آسٽريليا جي ڏاکڻي ساموندي پٽيءَ کان لنگهن ٿا. همبولٽ وهڪرو (Humboldt Current) ائنٽارڪٽيڪا (Antarctica) جي پاڻيءَ ۽ اولهه واري پاڻيءَ کي مٿي آپاريندي اترين وهڪرو جوڙي ٿو.

**(2) ائٽلانٽڪ وڏو سمنڊ (Atlantic Ocean):** ائٽلانٽڪ وڏو سمنڊ، دنيا جو ٻيو نمبر وڏو سمنڊ آهي. هن جي پکيڙ 76762000 هر چورس ڪلوميٽر آهي. سراسري طور هن جي ويڪر 6600 ڪلوميٽر ٿيندي. هن وڏي سمنڊ جي اوير ۾ يورپ ۽ آفريڪا جا کنڊ، اولهه ۾ اتر آمريڪا ۽ ڏکڻ آمريڪا جا کنڊ، اتر ۾ اترين جميل وڏو سمنڊ ۽ ڏکڻ ۾ ڏاکڻو



جميل وڏو سمنڊ آهي. هي وڏو سمنڊ دنيا جو وڏي ۾ وڏو ۽ ڊگهو ساموندي تجارتي رستو رکي ٿو دنيا جو گهڻو ٽڪو واپار هن وڏي سمنڊ ذريعي هلي ٿو هن وڏي سمنڊ جي اوير ۾ يورپ کنڊ جا اُسريل ۽ آسودا

سمنڊ/ وڏا سمنڊ ..

ملڪ ۽ اولهہ ۾ اتر آمريڪا جا سڌريل ملڪ موجود آهن، جتان سڄي دنيا جي ملڪن سان واپاري ڏيتي ليتي ٿئي ٿي. اهو سمنڊ دنيا جي سمورن ساگرن جو 23 سيڪڙو پاڻي والاري ٿو ۽ پئسفڪ وڏي سمنڊ جي اڌ جيترو آهي ۽ سندس اونهائي ان کان گهٽ (رڳو سوا ٽي ڪلوميٽر) آهي. هن جي شڪل انگريزي اکر 'S' جهڙي آهي. رومين هن کي اهو نالو اتر اولهہ آفريڪا جي اٽلس جبلن (Atlas Mountains) جي نالي جي ڪري ڏنو. هي وڏو سمنڊ، آفريڪا، يورپ، ڏاکڻي اينٽارڪٽڪ سمنڊ ۽ زمين جي الهندي اڌ ۾ پکڙيل آهي. هن وڏي سمنڊ ۾ ڪيترائي سمنڊ ۽ کاريون شامل آهن، جن ۾ بالٽڪ سمنڊ (Baltic Sea)، ڪارو سمنڊ (Black Sea)، ڪيريبين سمنڊ (Caribbean Sea)، يونوچ سمنڊ (Mediterranean Sea) ۽ اتر سمنڊ (North Sea) اچي وڃن ٿا، جڏهن تہ کارين ۾ ميڪسيڪو نار (Gulf of Mexico) ۽ هڊسن نار (Gulf of Hudson) مشهور آهن. ائٽلانٽڪ جي پاڻيءَ جي حد اوپر کان 'راس گڊهوپ' (Cape of Goodhope) تائين ۽ اولهہ کان 'راس هورن' (Cape Horn) تائين آهي. هن وڏي سمنڊ جي وچ وارا ڪڙيا (Mid Atlantic Ridges) سموري سامونڊي دنيا جي ڪڙين کان ڊگها آهن، جيڪي لاڳيتو ۽ اورار پرار هليا وڃن ٿا. هن سمنڊ جي وڌ ۾ وڌ گهرائي 30246 فوٽ/ 9219 ميٽر اونهي آهي ۽ سراسري گهرائي 3926 ميٽر ۽ اونهي ۾ اونهو هنڌ 'پيورٽو ريڪو کاهي' (Puerto Rico Trench) آهي، جنهن جي گهرائي 8605 ميٽر آهي. هن مهاسمنڊ ۾ انيڪ ٻيٽ ۽ ٻيٽاريون موجود آهن. هن جي اترئين ياڱي واري سامونڊي علائقي جي وچ ائٽلانٽڪ وارين ڪڙين (Mid-Atlantic Ridges) وٽ برمودا ٻيٽن (Bermuda Island) جو هڪ وڏو جهڳٽو موجود آهي، جنهن ۾ اٽڪل روءِ 300 ڪن ٻيٽ ٿيندا، جن مان رڳو 20 ٻيٽن تي وسنئون آهي. وڏو ٻيٽ، عظيم برمودا (Great Bermuda) 14 ميل/ 23 ڪلوميٽر ڊگهو آهي. برطانيا جي حڪومت جي انتظام هيٺ انهن برمودا ٻيٽن جو جهڳٽو اتر ڪيرولينا جي ڏکڻ اوپر ۾ 650 ميلن جي فاصلي تي آهي، جتي سنڌ جا هندو واپاري پڻ رهندا آهن. هن وڏي سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ موجود 'برمودا ٽڪنڊي' (Bermuda Triangle) جي پراسراريت جو ذڪر ويهين صديءَ ۾ عالمي سطح تي ڏاڍو ٿيو آهي، جنهن ۾ اڄ تائين 20 هوائي ۽ 50 بحري جهاز عجيب حالتن ۾ اُباڻجي گم ٿي ويا آهن. ڪن سائنسدانن هن کي ڌرتيءَ جو مرڪز (Center of the Earth) قرار ڏيندي اهڙن جهاز گم ٿيڻ وارن واقعن ۽ حادثن کي 'ڇوراڻ واري ڇڪ' (Force of Gravity) جو عمل قرار ڏنو آهي. ڪن وري هن سامونڊي ٽڪنڊي ماڳن کي اهڙو 'زمان جو ٿاڪ' (Time Zone) ٻڌايو آهي، جتي وقت بيهي ٿو رهي. ڪن وري ان ماڳ تي ميٿين گئس ($CH_4$) جي گهٽائي هئڻ ڪري اهڙن حادثن جو سبب ڄاڻايو آهي. هڪ ڏندڪٿا موجب هتي هڪ قديم تهذيب ائٽلانٽڪ سيپتا جا لوڪ رهندا هئا، جن جي مقابل هڪ ٻي ميڊڪي تهذيب (Mediterranean Civilization) بہ موجود هئي. انهن آڳاٽن لوڪن سائنس ۾ تمام گهڻي ترقي ڪري ورتي هئي. هنن سائنسي ڇتاپيتي ڪندي اهڙي مشين ايجاد ڪئي، جنهن تي زماني جو ڪو بہ اثر نہ ٿيندو هو. اهڙي ايجاد تي ٻن تهذيبن جي حاڪمن جي جنگ سبب هيءَ ٽڪنڊو علائقو اڄ بہ پراسراريت ۽ جهازن جي تباهي ڪارڻ پڇاڻيءَ جي قصن جو مرڪز بڻيو آهي. هن کي شيطاني ٽڪنڊو (Devil's Triangle) بہ چوندا آهن. ان جي برعڪس آمريڪي نيوي فوج جي اپياس موجب اهڙو ڪو بہ ٽڪنڊو مهاساگرن ۾ موجود نہ آهي. اهو هڪ من گهڙت ۽ ڏندڪٿائي قصو آهي.

دنيا جي موسمن لاءِ ائٽلانٽڪ وڏو سمنڊ تمام اهم آهي، ڇاڪاڻ تہ زبردست سامونڊي واچوڙا 'راس ورديءَ' (Cape of Verde) کان آفريڪا جي زميني مٿاڇرن تان اُٿي آگسٽ کان نومبر تائين ڪئريبين سمنڊ (Carribian Sea) ڏانهن وڌن ٿا. هن سمنڊ ۾ جڙيل تاسرين جي تخريبي ڪنارن (destructive margin) واري حرڪت سبب هن جي سامونڊي تري ۾ ڪجهہ سينٽي ميٽرن جي واڌ اچي ٿي، جنهنڪري هن وڏي سمنڊ جو ترو (basin) وڌي رهيو آهي. هن وڏي سمنڊ جي اترئين وڏي سمنڊ ۾ دنيا جو سڀ کان وڌيڪ مصروف واپاري اچ وڃ وارو رستو موجود آهي، جيڪو اتر آمريڪا ۽ يورپ کي پاڻ ۾ ڳنڍي ٿو.

**ائٽلانٽڪ وڏي سمنڊ جا وهڪرا (Currents of Atlantic Ocean):** اولهہ واريون تجارتي هوائون، ائٽلانٽڪ مهاساگر ۾ ڏکڻ ۽ اتر وارا استوائي وهڪرا (Equatorial Currents) جوڙينديون آهن. اتريون ائٽلانٽڪ سامونڊي وهڪرو اتر اولهہ کان گذرندي ڪئريبيئن سمنڊ (Carribean Sea) ۾ وڃي ڪري ٿو. انهيءَ وهڪري جو ڪجهہ حصو اولهہ هندي ٻيٽن جي



اوپر کان لنگهي ٿو ۽ 28 ڪلوميٽر هڪ ڏينهن جي رفتار سان هلي ٿو. اترين ائٽلانٽڪ سمنڊ جي وهڪري جي ٿانئيڪي (rest) ٿيڻ سان نار وارو وهڪرو (Gulf Stream) ٺهي ٿو. هي وهڪرو آمريڪا جي سامونڊي ڪنارن سان لڳي لنگهي ٿو ۽ 'راس هتارا' (Cape Hattara) جي ويجهو هن کي 'Gulf Stream' (نار واري تِڪ) سڏجي ٿو. هن کاريءَ جي وهڪري جي ٻيهر شروعات فلوريڊا لنگهہ (Florida Strait) کان نئين سر ٿيندي آهي ۽ اهو وهڪرو 50 کان 60 ڪلوميٽر ويڪرو ۽ 600 ميٽر اونهو هوندو آهي. هي کاري وهڪرو (Gulf Stream) انگڙ

ونگڙ (Curve) نانگ جي رفتار سان هلندو آهي. ٿورن ئي ڏينهن ۾ هن وهڪري جي رُخ ۾ ڦيرگهير اچي ويندي آهي. هي وهڪرو ڏکڻ اولهائين هوائن (South Westerlies Winds) جي زور جي آڌار تي ڊيوس لنگهه (Davis Strait) کان ٿيندو، بفن لينڊ (Baffin Land) ۽ گرين لينڊ (Green land) ملڪن وٽان لنگهندو، آئسلينڊ (Iceland) جي سامونڊي ڪنارن کان ٿيندو 'ناروي واري وهڪري' (Norwegian Current)سان وڃي ملي ٿو ۽ اتان کان بيرنٽس سمنڊ (Barents Sea) مان ٿيندو، اسپين ۽ ازورس سمنڊ (Azores Sea) وٽ وڃي ٽائيڪو ٿئي ٿو جتان نئين سر اهو وهڪرو اسري ڏکڻ آفريڪا ڏانهن 'ڪينري وهڪري' (Cannarry Current) سان وڃي ملي ٿو. اهو اتريون ائٽلانٽڪ سامونڊي وهڪري جو سفر آهي، جيڪو ڪئريبيئن سمنڊ کان ٿيندو ڏکڻ آفريڪا جي وهڪري تائين هليو وڃي ٿو.

ائٽلانٽڪ وڏي سمنڊ جو ڏاکڻو استوائي وهڪرو (Southern Equatorial Current of Atlantic Ocean) هڪ ڏينهن ۾ 15 ناٽ ميل (15 Nautical miles) مفاصلو طئي ڪري ٿو اتر آمريڪي ڪنڊ جي سامونڊي پٽيءَ سان ڏکڻ پاسي کان لنگهندي برازيلئن وهڪري (Brazitian Currents) سان وڃي ٿو، جتي اتر اولهه واري هوا، ان وهڪري کي اوپر ڏانهن ڌڪي ٿي. ان ريت ڏکڻ ائٽلانٽڪ وهڪري وٽان لنگهندي ابت گهڙيالي (Anti Clockwise) صورت جوڙي وهندو،




بينگوليا وهڪري (Bunguela Current) وٽ وڃي پورو ٿئي ٿو ائين آفريڪي ڪنڊ جي سامونڊي پٽي تي ٿڌاڻ ڇڏي ٿو هي وهڪرو 10 ناٽ ميل (10 N miles) واري رفتار سان هڪ ڏينهن ۾ سفرطي ڪري ٿو

هن ائٽلانٽڪ سمنڊ ۾ ٻه ٿڌا وهڪرا قطبي علائقن کان ايندا آهن. هڪ لبرينڊر وهڪرو (Labrindor Current)، جيڪو ڏکڻ ڏانهن وهندو ڊيوس لنگهه (Davis Strait) کان ٿيندو گرين لينڊ جي اوپر کان ڊينمارڪ لنگهه (Denmark Strait) گرين لينڊ جي اوپر واري سامونڊي پٽيءَ کان لنگهي اپرندي گرين لينڊ وهڪري (Eastern Greenland Current) سان وڃي ملي ٿو.

لئبرادر وهڪرو (Labrador Current) هڪ ڏينهن ۾ 28 ڪلوميٽر طئي ڪندو آهي ۽ اوپر آئسلينڊ وهڪري (Eastern Iceland Current) سان ملي اوپر- ڏکڻ آئسلينڊ (East Southern Iceland) کان ٿيندو اتر ائٽلانٽڪ لوڙهه (Northern Atlantic drift) سان وڃي ملي ٿو.

**(3) هندي/ سنڌي وڏو سمنڊ (Indian Ocean):** هيءُ سمنڊ دنيا جي سمنڊن جو 20 سيڪڙو پاڻيارو حصو والاري ٿو ۽ وڏن سمنڊن ۾ ٽرتيءَ جو جو ٽيون نمبر وڏو سمنڊ آهي، جنهن جي پکيڙ 68556000 چورس ڪلوميٽرن ۾ آهي. هن جي اوپر ۾ آسٽريليا، اولهه ۾ آفريڪا کنڊ، اتر ۾




ايشيا کنڊ ۽ ڏکڻ ۾ ڏاکڻو جميل سمنڊ موجود آهن. عربي سمنڊ، ڳاڙهو سمنڊ، بينگال وارو اپسمنڊ ۽ ايراني نار هن وڏي سمنڊ جا حصا آهن. هندي/ سنڌي وڏو سمنڊ دنيا جو قديم ۽ وڏو رستو رهيو آهي. سڄيءَ دنيا جي ملڪن جا سامونڊي واپاري ۽ سفري ٻيڙا ۽ جهاز سئيزواهه کان سڌو هن سمنڊ ۾ اچي انيڪ ملڪن تائين رسن ٿا. ڏکڻ آفريڪي واپاري جهاز به هن سنڌي وڏي سمنڊ ۾ اچي ڪري، ممبئي، چنائي، سرنگاپٽم، ڪولمبو جي بندرگاهن تائين رسن ٿا. هي سمنڊ ٻياني جي شڪل ۾ (Y- shaped) آفريڪا، ڏاکڻي اينٽارڪٽڪ وڏي سمنڊ، ايشيا ۽ آسٽريليا جي وچ ۾ آهي. هن جي ٻن جابلو ڪڙين وارين ٻانهين ۾ هڪ ڏکڻ- اولهه هندي سمنڊ وارو ڪڙيو (South west Indian Ridge)، ٻيو ڏکڻ- اپرندي هندي سمنڊ وارو ڪڙيو (Southeast Indian Ridge) آهي ۽ ان جي اڪيلي اُترئين واڌ وارو سرلسبرگ ڪڙيو (Carlsberg Ridge) سڌو سنواتو ڳاڙهي سمنڊ تائين وڃي رسي ٿو.

هندي وڏي سمنڊ جي سراسري گِهرائي 3963 ميٽر ۽ گهري ۾ گهرو هنڌ 'جاوا کاهي' (Java Trench) آهي، جيڪا 7258 ميٽر اونهي آهي. هندي وڏي سمنڊ (Indian Ocean) ۾ اندمان سمنڊ (Andman Sea)، عربي سمنڊ (Arabic)، فلورنس سمنڊ (Florence)، جاوا سمنڊ (Java)، ڳاڙهي سمنڊ (Red sea) سميت بينگال جو اُپسمنڊ (Bay of Bengal)، گريٽ آسٽريلين بائيٽ (Great Australian Bight)، عدن جي نار (Gulf of Adan)، عمان جي نار (Gulf of Oman)، موزمبيق واري ڪچي سمنڊ

(Head Sea of Mozambique) ۽ ايراني نار (Persian Gulf) جو پاڻي به شامل آهي. هن جي ڪنار سان لڳ دنيا جو ٻه ڀاڱي تي آدم آباد آهي. پراچين سمي کان هي مهاسمنڊ وٽج واپار جي لحاظ سان تمام گهڻي اهميت وارو رهيو آهي. هن مهاسمنڊ جي مٿاڇري تي ڪيترائي وڏا ٻيٽ ۽ ٻيٽاريون موجود آهن. جن ۾ وڏو ٻيٽ هيٺ واري صورت ۾ مڊگاسڪر، سريلنڪا ۽ ننڍن ٻيٽن واري شڪل ۾ مالديپ ۽ ماريشس جا ملڪ آهن. هندي وڏو سمنڊ چوماسي جي هوائن جو جهڙالو منڊل پيدا ڪرڻ جي ڪري مشهور آهي، جيڪو ڏکڻ اوڀر ايشيا تي ڇانيل رهي ٿو.

هندي وڏي سمنڊ جو تري وارو ڪڙيو (basalt crust) نئون سامونڊي ترو (Sea floor) مقناطيسي بي ترتيبيءَ واري قسم (magnetic- anomaly stripes) جي آڏار تي ڪڙين جي پاسن (flanks of ridge) کي جوڙيندو ۽ پکيڙيندي رهي ٿو. ٻه ليڪاوان ڪڙيا (Linear Ridge) جيڪي هندستان جي ٻنهي پاسن کان آهن، سي پون سامونڊي تري جي جيالاجيڪل واڌ (geologic development) جي صورت آهن. جيڪا تمام قديم وقت ۾، اٽڪل روءِ 20 ڪروڙ ورهيه (200 million year) اڳ وجود ۾ آئي هئي. انهيءَ زماني ۾ هندستان جي موجوده صورت ڏکڻ ڏانهن موجود هئي ۽ اها ائنٽارڪٽيڪا (Antarctica) ۽ آفريڪا (Africa) سان جڙيل هئي. ان وقت زمين جي اها صورت گونڊوانا لينڊ (Gondwana Land)واري هئي. جنهن مان پوءِ اهي کنڊ الڳ ٿي جدا جدا کنڊن جي صورت ۾ نروار ٿيا. ان ڪانپوءِ هندي کنڊ/ انڊين جڙيل تاسر (Indian tectonic plate)هوريان هوريان رڙهندو وڃي يوريشين پليٽ سان لڳو. جنهن سان يوريشيئن ۽ انڊين پليٽن/ کنڊن جو ٽڪراءُ ٿيو. اهو 5 ڪروڙ ورهيه اڳ ٿيو. جنهنڪري تهدار جبلن (folded mountains) جو هماليائي سلسلو اُسري آيو ۽ ان سان گڏ هندي سمنڊ به جڙي راس ٿيو.

**هندي/ سنڌي سمنڊ جا وهڪرا (Indian Ocean Current):** ڏاکڻا هندي وڏي سمنڊ جا وهڪرا اُبت گهڙيالي (Anti clockwise) صورت ۾ هلندا آهن. ڏاکڻي استوا (Southern Equator) جو هندي سمنڊ وارو وهڪرو پئسفڪ جي ٽِڪ مان جڙندو آهي، جنهن جي واٽ انڊونيشيائي ملڪ جي آرچي پيلاگو ٻيٽن (Archipelago Islands)مان نهندي آهي. اهو وهڪرو آفريڪا کنڊ جي اولهه کان گذرندو، مڊگاسڪر (Madghasakar) جي ڏکڻ واري پاسي کان ٿيندو موزمبيق (Mozambique) واري سامونڊي وهڪري سان وڃي ملندو آهي. ان جي ڏاکڻي حصي کي ’اگولاهس وهڪرو‘ (Agulhas Current) سڏيو ويندو آهي. اهو وهڪرو اوپر کان ڦري ڏکڻ پئسفڪ جي لوڙهه (Pacific drift) سان وڃي ملندو آهي. ان جي اتر ۾ اولهه آسٽريليائي وهڪرو پيو وهندو آهي. مند آهر سياري ۽ اونهاري ۾ اهي وهڪرا پنهنجي پاران ٿوري گهڻي ڦيرگهير پيا ڪندا آهن. اتر استوا (Northern Equater) ۾ هندي وڏي سمنڊ وارو وهڪرو اولهه طرف وهندو آهي. سريلنڪا ملڪ جي ڏکڻ ۾ ان وهڪري جو پاڻي بنگال جي اپسمنڊ (Bay of Bengal) تائين وهندو عربي سمنڊ تائين وڃي رسي ٿو اهو وهڪرو گهٽ وڌ نموني سبت گهڙيالي (Clockwise) صورت ۾ هلندو آهي. آفريڪا جي راس هوپ (Caps Houp) کان هلي، سعودي عرب کان ٿيندو اولهه هندستان تائين ٽڌاڻ پکيڙي ٿو.

**(4) ڏاکڻو جميل وڏو سمنڊ/ ائنٽارڪٽڪ وڏو سمنڊ (Antarctic Ocean):**
هي ڏاکڻو وڏو سمنڊ دنيا جو چوٿون نمبر وڏو سمنڊ آهي. هي ڏاکڻو سمنڊ، ائنٽارڪٽيڪا کنڊ سان جُڙيل آهي ۽ ائنٽارڪٽڪ وڏي سمنڊ (Antarctica) جي ڪناري کان شروع ٿي، ڏکڻ ۾ $60^0$ ويڪرائي ڦاڪ تائين پکڙيل آهي.




هن سمنڊ جي جملي پکيڙ 20327000 چورس ڪلوميٽر ۽ سراسري اونهائي 4000 کان 5000 ميٽرن تائين ۽ هن جي ڏاکڻي ڇيڙي ۾ هن جو سڀ کان اونهو هنڌ ’ڏاکڻي وچ واري کاهي‘ (South Sandwich Trench) آهي، جيڪا 7235 ميٽرن ۾ آهي. هي مهاسمنڊ سارو سال جميل برف جي صورت ۾ هيٺ جي ڪري واپاري جهازن جي اچ وڃ جوڳو نه آهي. ان ڪري هن مهاسمنڊ جي ڪا به معاشي ۽ اقتصادي اهميت نه آهي. تڏهن به هتي انساني آبادي آهي، جن کي اسيڪموز چون ٿا. هن جميل مهاسمنڊ مٿان ٽنڊرا جا ٻيلا (Tundra Forerst) آهن. جن ۾ ليچين (Leichens) ۽ موسس (Mosses) جا وڻ عام جام آهن ۽ انهيءَ سان گڏ رڇن، بگهڙن، لومڙن ۽ گدڙن سان گڏ رينديئرن جا ڌڻ به جت ڪٽ گاهه گوچر چرندا وتن. ڪانگ ۽ ٻيا پکي به هت لين ٿا. هن مهاسمنڊ جو گرمي پد 2 کان 10 سينٽي گريڊ آهي. هن جميل وڏي سمنڊ جو وڌ کان وڌ ٿڌو ماڳ ’پيليو اسٽيشن‘ آهي. هن وڏي سمنڊ ۾ سامونڊي طوفان سائيڪلون (Cyclone) اوپر کان ٿي گذرندا آهن. هي ڏاکڻو وڏو سمنڊ (Southern Ocean) هندي وڏي سمنڊ، ائٽلانٽڪ وڏي سمنڊ (Atlantic Ocean) ۽ پئسفڪ وڏي سمنڊ (Pacific Ocean) جي ڏکڻ ۾ موجود آهي. هن جي اوپر ۾ آسٽريليا کنڊ ۽ اولهه ۾ ڏکڻ آمريڪي کنڊ موجود آهي. دنيا جا گهڻا ڀونءِ وگيان (Geology) جا ڄاڻو ۽ جاگرافيدان (Geographists) کنهن الڳ ڏاکڻي وڏي سمنڊ کي نٿا مڃين ۽ ڪي وري هن کي عظيم ڏاکڻو وڏو سمنڊ (Great Southern Ocean)، ڏاکڻو قطبي وڏو سمنڊ (Southern Polar Ocean) ۽ آسٽرل وڏو سمنڊ (Austral Ocean) چون ٿا. سال 2000ع ۾ انٽرنيشنل

هئڊروگرافڪ آرگنائيزيشن (International Hydrographic Organization) دنيا جي پنجن سمنڊن کي محدود ڪرڻ جو فيصلو ڪيو، جنهن لاءِ پئسفڪ سمنڊ، ائٽلانٽڪ ۽ هندي وڏي سمنڊ (Indian Ocean) جون حدون جوڙيون ويون.

**ڏاکڻا سامونڊي وهڪرا (Currents of Southern Ocean)**: دنيا جو وڏي ۾ وڏو سامونڊي وهڪرو اينٽارڪٽڪ قطبي گهيري وارو وهڪرو (Antarctic Circumpolar Current) آهي، جيڪو الهندي طرف وهي ٿو، جنهن جي ڊيگهه 21000 ڪلوميٽر آهي. اتر اولهه وارا واهوندا، ڏاکڻي سمنڊ ۾ اولهه- اوپر واري گولائين لوڙهه (circumpolar drift) جوڙين ٿا. اها لوڙهه اتر ڏانهن ڇاڇولينڊي هلندي ويندي آهي. سامونڊي مٿاڇري تي هڪ هوريان هوريان هلندڙ لوڙهه، جيڪا آرڪٽڪ وهڪري منجهان جڙي ٿي ۽ قطب کان سائبريا ڏانهن وڌي ٿي ۽ اوپر گرين لينڊ ملڪ کان لنگهي ٿي، هن جو ٿڌو پاڻي ڪئنيڊين ٽڪ، ڪينيڊين ٻيٽن (Canadian Islands) ۽ بفن ٻيٽن (Baffin Islands) جي اپسمنڊ مان گذري ليبرادر وهڪري (Labradur Current) سان وڃي گڏجي ٿو ۽ ان جي هڪ پاڱي جو وڏيڪ پاڻي ڏکڻ پاسي کان لنگهندو اوير گرين لينڊ (Eastern Greenland) جي وهڪري ۾ وڃي ڪري ٿو.

اهڙا تراڪڙا ٻيا سامونڊي ماڳ (water bodies) اپسمنڊ (bays) ۽ نار/ ڪاريون (gulfs) آهن، جيڪي پڻ سمنڊن ۽ وڏن سمنڊن سان تعلق رکن ٿا.

**(5) اترين جميل وڏو سمنڊ/ آرڪٽڪ وڏو سمنڊ (Arctic Ocean)**: هي وڏو سمنڊ اتر قطب جي پرپاسي ۾ موجود آهي. هن مهاسمنڊ جو گهڻو حصو ٻاروهي جميل رهي ٿو ان ڪري ڏاکڻي مهاسمنڊ وانگر هن ۾ ڪاڊ واپاري جهازن جي اچ وڃ ڪرڻ ممڪن نه آهي. هتي نه هئڻ جهڙا بندر آهن. هن جا سامونڊي ڪنارا غير آباد ۽ ويران وسنئون جهڙا آهن. هي سمنڊ دنيا جي وڏن سمنڊن مان ننڍي ۾ ننڍو مهاسمنڊ آهي ۽ دنيا جي سمنڊن جو 4 سيڪڙو پاڻي والاري ٿو ۽ ڌرتيءَ جي 80 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي، جنهن جي پکيڙ 14056000 چورس ڪلوميٽر آهي. هن سمنڊ جو اونهي ۾ اونهو هنڌ 'فرم واري ترائي' (Fram Basin) آهي، جيڪا 4665 ميٽر آهي. هتي سياري ۾ مڪمل اونده يعني رات ۽ اونهاري ۾ مڪمل ڏينهن ٿئي ٿو هي سمنڊ يورپ، ايشيا ۽ اتر آمريڪا جي وچان پکڙجي ٿو ۽ ان جو گهڻو پاڻي، اتر ۾ آرڪٽڪ گولي تي هجي ٿو.




هي سمنڊ چؤطرفو زمين سان گهيريل آهي، سواءِ ٻن لنگهن جي، هڪ بيرنگ لنگهه (Bering Strait) جيڪو 70 ڪلوميٽر ويڪرو ۽ 65 ميٽر اونهو آهي ۽ ٻيو: فرام لنگهه (Fram Strait)، جيڪو گرين لينڊ (Greenland) ۽ اسپٽسبيرجن لنگهه (Spitsbergen Strait) وچان گذري ٿو جنهن جي ويڪرائي 400 ڪلوميٽر ۽ اونهائي 400 ميٽرن کان وڌيڪ آهي. آرڪٽڪ وڏي سمنڊ جي ترائي (Arctic Basin) مڪمل طور ڌرتيءَ سان ڳنڍيل (Landlocked) آهي. هن جي سراسري اونهائي 1205 ميٽر آهي. آرڪٽڪ ۾ تمام گهٽي برف هوندي آهي، رڳو ساليانو 10 سيڪڙو برف جون ڇپون ۽ گليشيئر (Icebergs and Glaciers)، جن جو انگ 1000 ڪن سالنو ٿيندو)، 'فرام لنگهه' مان رڙهي 'اترئين ائٽلانٽڪ سمنڊ' ۾ وڃي پوندا آهن. تن مان به رڳو نيون ۽ تازيون جُڙيل برفاني ڇپون (برفا) رڙهنديون لڙهنديون لنگهي وينديون آهن، جڏهن ته پراڻيون ۽ ڳريون برفاني ڇپون اتي رهجي وينديون آهن. سياري ۽ اونهاري ۾ انهن جي 'فرام لنگهه' مان رڙهڻ جو تناسب مختلف هوندو آهي.

**اتر قطبي وڏا سامونڊي وهڪرا (Arctic Currents)**: سڄي سال جي وڏي عرصي تائين آرڪٽڪ سمنڊ هڪ وشال برفاني ميدان جي شڪل ۾ رهي ٿو. گرمين جا چار مهينا هن جي مٿاڇري تي قطبي برف جا ڳرا ۽ وڏا جبل ترندا رهندا آهن، جيڪي سراسري طور 30 کان 40 سينٽي ميٽر جي اُبت- گهڙيالي رفتار (Counter clockwise) سان لڙهندا ۽ رڙهندا رهن ٿا. جڏهن ڌرتيءَ تي آبهوائي تبديليون اچن ٿيون ته سانوڻيءَ جي مهينن ۾ قطبي علائقن جي برف پگهرجي ٿي ۽ اُن جو هڪ وڏو حصو ڳري وڃي ٿو. اتر قطبي وڏي سمنڊ جا به مکيه وهڪرا آهن. هڪ 'بيوفورٽ وهڪرو' (Beaufort Current)، جيڪو ڪينيڊائي ترائيءَ ڏانهن لڙي وهي ٿو. ٻيو قطبي اچ وڃ وارو وهڪرو (Transpolar Current) جيڪو اولهه پاسي ڏانهن لڙي اتان اوير گرين لينڊ وهڪري (East Greenland Current) سان ملي فرام لنگهه (Fram Strait)، اتر ائٽلانٽڪ سمنڊ (Northern Atlantic Ocean) ۾ وڃي ڪِري ٿو. اوير گرين لينڊ وارو وهڪرو وڏيون برفيليون ڇپون (Large Icebergs) ڪٽي لبرادر (Labrador) ۽ نيوفائونڊ لينڊ (New Found Land) جي وشال ڪناري ڏانهن وڃي ٿو جتي جو گرم پاڻي اُتي جو اُتي ڪين وگهرايو ڇڏيندو آهي. فرام لنگهه جي پيچيدي نقشائي صورت جي ڪري ڪُن وارو وهڪرو جڙي ٿو. جيڪو وڏي سمنڊ جي اورار- پرار، 30 کان 40 ڪلوميٽر ڊگهو هوندو آهي ۽ 30 کان 40 سينٽي ميٽر في سيڪنڊ جي رفتار سان اترين ائٽلانٽڪ جي گرم پاڻيءَ ۾ وڃي برفيليون ڇپون ڇڏيندو آهي. ڪن وارو وهڪرو برفيلين ڇپن کي وگهرائڻ سان گڏ پاڻيءَ کي داٻ هيٺ پڻ رکندو آهي.

**سمنڊ ۽ نار/ ڪاري (Sea and Gulf)**: ڌرتيءَ جي مٿاڇري کي جيڪڏهن پکيءَ جي نظر (Isometric view) سان ڏسبو ته سمنڊن جا ڪنارا ڪنهن به جڳهه تي هڪ- ڪرا نظر نه ايندا. ڪيترين ئي جڳهن تان سامونڊي

رستا زمين اندر گھڻو اڳتي تائين هليا ويا آهن. ان ريت سمنڊن کيترائي علائقا پاڻيءَ سان والاري نيون ساموندي جڳهيون (water bodies) جوڙيون آهن. جن جو تعلق سمنڊن ۽ وڏن سمنڊن (Sea and Oceans) سان لازمي طور وڃي جڙي ٿو. جھڙوڪ: ميڪسيڪو نار/ ڪاري (Gulf of Mexico) ۽ بيرنگ سمنڊ (Bering Sea) يا ڳاڙھو سمنڊ (Red Sea) ۽ ڪارو سمنڊ (Black Sea). هي سمنڊ ۽ ڪاريون (Sea and Gulfs) الڳ الڳ طبعي صورتحال ۽ ڪيميائي گڻ (Qualities) رکندڙ آهن ۽ انهن جو ماحولياتي سرشتو (Eco system) به منفرد ۽ بي مثال هوندو آهي. ان ڪري انهن جي مطالعي ۽ مشاهدي جو اپياس به هڪ الڳ پهلو رکي ٿو.

**ميڪسيڪو نار/ ڪاري (Gulf of Mexico):** ميڪسيڪو ڪاريءَ جي طبعي شڪل ۽ صورت جي تشبيهه راندين جي امفي ٿيٽر (Sports Amphitheater) جھڙي آهي، جنهن کي به داخلي رستا (enter ways)



هوندا آهن. ساڳيءَ ريت هن نار کي به به لنگهه (Straits) آهن: هڪ رستو يوڪٽان (Yucatan) ۽ ڪيوبا (Cuba) ڏانهن آهي، جتان پاڻي هڪ سوڙهي جابلو لنگهه وسيلي داخل ٿئي ٿو جيڪو 1500 کان 1900 ميٽر گهرو آهي. هن جو ٻيو رستو جتان پاڻيءَ جو وهڪرو ٻاهر نڪري ٿو سو ڏکڻ فلوريڊا (Southern Florida) ۽ اتر ڪيوبا (Northern Cuba) کان آهي. ميڪسيڪو نار، پاڻيءَ جي ڦيري واري گڻ (Circulation properties of Water) جي ڪري هڪ منفرد ڪاري آهي. هيءَ ڪاري اوپر ۽ اولهه کان به اڌ جوڙي وهي ٿي. هن ڪاريءَ جو اوپر وارو حصو، پنهنجي ور وڪڙ واري ٽِڪَ (Loop Current) وسيلي حاوي وهڪرو آهي. انهيءَ وڪڙدار وهڪري (Loop current) جي اصليت اُتر- اولهه وارو ڪئريبئين سمنڊ (North western Caribbean Sea) آهي، جڏهن ته اهو يوڪيٽن وهڪرو (Yucatan Current) وڃي وچئين اوپر واري ڪاريءَ واري هنڌ پاڻي اُڇلائي ٿو. اهو وري اوپر ڏانهن ورندو ڏکڻ فلوريڊا ۾ پنهنجو وهڪرو ڇاهي ٿو. هن جو وڪڙائون وهڪرو (Loop current) گهڙيءَ جيان ڦرندو (Clockwise rotates)، 50 سينٽي ميٽر واري رفتار کان وٺي 200 سينٽي ميٽر في سيڪنڊ واري اعليٰ رفتار تي اونهاري (Summer) جي مند ۾ وڃي رسي ٿو هن جو اولهه اڌ وارو ڦيرو ڪمزور ۽ هڪ ڪرو نه هوندو آهي. اهو آرهڙ جي مند ۾ سبت گهڙيالي (Clockwise) نموني تي 50 سينٽي ميٽر في سيڪنڊ جي رفتار سان وهندو آهي. هن جو يوڪيٽن واري وهڪرو (Yucatan Current) ٽڪرائين سوڙهي لنگهه مان گذرندو 1800 ميٽر اونهي ڪاري ۾ وڃي پوي ٿو جڏهن ته هن جو ڪجهه پاڻي اولهه طرف پکڙجي ٿو پر گهڻو پاڻي اوپر طرف فلوريڊا لنگهه (Florida Straits) مان وڃي گذري ٿو. جتي ميڪسيڪو ڪاري 600 ميٽر اونهو ۽ سوڙهو لنگهه، ڏکڻ فلوريڊا ڏانهن رکي ٿي. انهيءَ ميڪسيڪو ڪاري/ نار جي پاڻيءَ جو هڪ ٻيو ذريعو مسيسپي درياهه (Mississipi River) آهي، جيڪو ڏکڻ ڏانهن هڪ وڏو درياهي ڊيلٽا (River Delta) جوڙي ٿو ۽ پاڻيءَ جي سطح کي 55 ميٽرن تائين محدود رکي ٿو. هن ميڪسيڪو نار/ ڪاريءَ ۾ تمام گهڻيون معدنيات موجود آهن، جيڪي 'سل ڊرلنگ' (Sill driling) وسيلي کوٽي ڪڍيون آهن. انهن ۾ ٽامو (Copper)، جست (Zinc)، پارو (Mercurry)، ٽيٽينم (Titanium)، ڪوبالٽ (Cobalt) ۽ مينگنيز (Manganese) جھڙا ڌاتو شامل آهن.

**ڪئليفورنيا نار/ ڪاري (The Gulf of California):** ڪئليفورنيا ڪاري، 1000 ڪلوميٽر ڊگهي ۽ 150 ڪلوميٽر ويڪري آهي، جيالاجيءَ (Geology) جي حساب سان هي هڪ نئين ڪاري (Young Gulf) آهي. ان جي اصليت ۽ قدامت 40 لک سال (4 million years) آهي. هي ڪاري/ نار ساموندي تري جي پکيڙ (Sea floor spreading) جي نتيجي ۾ ان وقت جڙي هئي، جڏهن باجا اپٻيٽ (Bajo Peninsula) ميڪسيڪو جي ڌرتيءَ کان جدا ٿي رهيو هو. هن جو ساموندي ترو 'ڪاري- سائي پٿر' (basalt) مان جڙيو آهي، جيڪو انهيءَ ڏار جي




بدلجندڙ شڪل (transform fault) آهي. اُهو اتر کان اتر- اولهه ۽ ڏکڻ کان ڏکڻ- اولهه ڏانهن وڌندو وڃي ٿو جيئن ته ڪئليفورنيا ڪاريءَ ۾ وڌندڙ ڪڙين (spreading ridge) جي گهٽائي آهي، ان ڪري ان جي جاگرافيائي تهن جي ڳتيل بناوت (Complex Topography) ۽ مقناطيسي بگاڙ وارا تھ (Magnetic anomaly & trips) ۽ ان جا جابلو

ڪڙيا ظاهر ڪن ٿا ته باجا اُپٻيٽ (Baja Peninsula) اتر ڪان اتر- اولهه ڏانهن ٽُٽي رڙهيو آهي. انهيءَ رڙهڻ ۾ لُڙهڻ واري عمل جي رفتار 6 سينٽي ميٽر في سال جي حساب سان رهي آهي. باجا اُپٻيٽ جي اهڙي ٽوڙ ۾ لوڙهه واري رفتار (speed of drift) ٻُڌائي ٿي ته اهو ٻيٽ پهرين ڏکڻ ڪئليفورنيا کان جدا ٿيو هو ۽ پوءِ هڪ اپٻيٽ (Peninsula) جي صورت وٺي ميڪسيڪو جي ڪافي زمين پاڻ سان ڪٽي اوپر پئسفڪ وڏي سمنڊ (east pacific ocean) ڏانهن لڙيو آهي. انهيءَ ريت باجا اُپٻيٽ جي ۽ ميڪسيڪو جي وچ ۾ جيڪا پاڻياري جڳهه (water body) جڙي، سا ڪئليفورنيا نار/ ڪاري آهي. هن جي سامونڊي تري (sea floor) وارو ڪارو- سائو پٿر (basalt) اندرئين آتش فشاني لقاءَ (volcanic activity) جي شاهدي ڏي ٿو، جيڪو تتل ڳار (magma) مان جڙيو آهي ۽ سامونڊي تري جي پکيڙ (sea spreading)جي ڪري باجا اُپٻيٽ ميڪسيڪو کان اوپر پئسفڪ وڏي سمنڊ ڏانهن رڙهيو ۽ اجا تائين اڻ لکي نموني رڙهي رهيو آهي.

**بينگال وارو اپسمنڊ (Bay of Bengal):** هي هندي وڏي سمنڊ (Indian Ocean) جو هڪ ٽانگهو ۽ ٽراڪڙو پاڻيارو سامونڊي ماڳ آهي. اهو اپسمنڊ 839000 چورس ميل/ 2173000 ڪلوميٽر ويڪرو آهي ۽ ويڪرائي ڦاڪ جي 5 ۽ 22 ڊگري اتر ۽ ڊگهائي ڦاڪ جي 80 ۽ 90 ڊگري




اوپر ۾ موجود آهي. هن جون حدون سريلنڪا ۽ ڀارت جي اولهه، بنگلاديش کان اتر ڏانهن ۽ ميامار (برما = Burma) ۽ اترئين ڀاڱي ’ملائي اُپٻيٽ‘ کان اوپر تائين پکڙيل آهن. ’بين الاقوامي هائيڊروگرافڪ بيورو‘ (International Hydrographic Bureau) موجب، ”بنگال اپسمنڊ جي حد ڏکڻ کان دوندرا مهڙ (Dondra Head) کان سريلنڪا جي ڏاکڻي آخري حد تائين ۽ اولهه کان انڊونيشيا جي اترئين پهاڙڪي ٻيٽ سوماترا جي اوپر تائين آهي. اِهو اپسمنڊ 1000 ميل/ 1600 ڪلوميٽر موڪرو آهي. هن جي سراسري اونهائي 8500 فوٽ/ 2600 ميٽر آهي. هن جي وڌ ۾ وڌ گهرائي 15400 فوٽ/ 4694 ميٽرن تائين آهي. هن جي اولهه کان تمام گهڻا درياهه، جهڙوڪ: مهاندي، گوداوري، ڪرشنا ۽ ڪويري اوپر طرف کان ۽ گنگا ۽ برهمپترا اتر کان اچي هن اپسمنڊ ۾ ڇوڙ ڪن ٿا. اندمان ۽ نڪوبار ٻيٽ جو جهڳٽو هن اپسمنڊ کي اندمان سمنڊ کان ڌار ڪري ٿو هن کي هڪ ويڪرو مٿيون ڪنڌائتو پاڻيارو تهه موجود آهي، جنهن ۾ تمام گهڻي آبي جيوت پلجي ٿي. هن اپسمنڊ ۾ دنيا جي وڏي ۾ وڏي ڊيلٽا گنگا برهمپرا واري ڊيلٽا سان گڏ انيڪ اولهه ۾ اوپر وارن درياهن جا منهن (Mouth of Rivers) موجود آهن. جيڪي ڌرتيءَ جي گهڻ روپي دؤر (Pleistocene Epoch) ۾ 26 لک ورهيه اڳ کان وٺي 12 هزار ورهيه اڳ تائين جڙيا آهن. بينگال اپسمنڊ جي موسم چوماسي واري منڊل جڙڻ تي آڌاريل آهي، جيڪو نومبر کان اپريل تائين وارن ڏينهن ۾ ’ڪنڌائتي وڏي دٻاءَ واري نظام‘ (Continental High Pressure) ۾ اترين هوائن جي آڌار تي جڙندو آهي ۽ جون کان سيپٽمبر ۾ اترئين آرهڙ ۾ ڏکڻ اولهه وارو مينهوڳيءَ وارو منڊل جڙندو آهي، جيڪو ايشيا ۽ ننڍي کنڊ ۾ ساوڻي رت جو وسڪارو ڪندو آهي. هن اپسمنڊ مان طوفان/ سائيڪلون جنم وٺندا آهن. هن جي اهڙن وڏن سامونڊي طوفانن (Cyclones) سبب نومبر 1970ع، اپريل 1991ع ۽ آڪٽوبر 1999ع ۾ بنگلاديش جي گنگا واري ڊيلٽا، اڀرندي بنگلاديشي ڪنار وارن ماڳن ۽ اوڙيسا رياست جي ڪنارن جي آباديءَ کي وڏو هاڃو رسيو هو.

ايشيا ۽ ننڍي کنڊ جي موسم تي بينگال اپسمنڊ جو وڏو اثر آهي. ننڍي کنڊ جا ڪيترائي باراني ماڳ انهيءَ اپسمنڊ جي چوماسي ۽ ساوڻيءَ جي وسڪارن تي صدين کان ٽڪي رهيا آهن.

**سامونڊي اڀياس (Oceanography):** سامونڊي اڀياس (Oceanology)، ڀون وگيان (Geology) وانگر سمنڊن ۽ وڏن سمنڊن جي سائنسي مطالعي جو علم آهي، جنهن ۾ سمنڊن ۽ ساگرن/ وڏن سمنڊن جي مٿاڇري سان گڏ انهن اندر ٿيندڙ مختلف عملن جو سائنسي اڀياس ڪيو ويندو آهي. ان ريت چئي سگهجي ٿو ته سامونڊي اڀياس (Oceanography) ۽ سامونڊي سائنس (Oceanology) ۾ فرق، جاگرافي (Geography) ۽ جيالاجيءَ (Geology) جيترو ۽ جهڙو ئي آهي. ٻنهيءَ جو گڏيل سائنسي اڀياس ئي سمنڊن/ وڏن سمنڊن جي ٻاهرين طبعي، اندرين ڪيميائي ۽ ٻي ضروري ڄاڻ کي بيان ڪري ٿو.

سڄيءَ دنيا ۾ روزانو ٻه ڀيرا سامونڊي ويرون تبديل ٿين ٿيون، جنهن ڪري سامونڊي ڪنارن تي سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ لاٿيتو چاڙهه ايندو ۽ لهندو رهي ٿو سامونڊي سائنسدان (Oceanographers) موجب ان جو ڪارڻ ڌرتيءَ تي سج ۽ چنڊ جي ڇڪ ۽ زمين جي گردش آهي. مرجاني ٽڪريون (Coral Reefs)، سامونڊي ٽاڪرو تراڪڙن هنڌن ۽ گرم پاڻيءَ ۾ اُسرن ٿيون، اهي سمنڊن جي تپيل برساتي ٻيلي (Tropical Rain forest) وانگر ٿين ٿيون، جن جي اندر سمنڊ جي تمام گهڻي ۽ مختلف نمونن جي جيوت (ٻوٽا ۽ جانور) رهي ۽ پلجي ٿي. سامونڊي اڀياس (Oceanography) جي محققن موجب دنيا جي سڀني سمنڊن ۾ انيڪ قسم جي ڌاتن سان گڏ اٽڪل 20 ملين ٽن سون پڻ موجود آهي.

اڄوڪي دؤر ۾ سامونڊي اڀياس (Oceanography)، طبيعات (Physics)، ڀون- طبيعات (Geophysics)، ڀون وگيان (Geology)، ڪيميائي علم (Chemistry)، ڀون ڪيميا (Geochemistry)، حياتياتي ڪيميا (Biochemistry)، حياتياتي طبيعات (Biophysics) ۽ علم حياتيات (Biology) سوڌو ھين ڪيترن ئي علمن جو احاطو ڪري ٿو. ٿورن لفظن ۾ سامونڊي اڀياس ھڪ اھڙي سائنس آھي، جيڪا سامونڊي ڪاٿو بيان ڪرڻ سان گڏ، ان جي طبعي (Physical)، ڪيميائي (Chemical)، اندرين ڀون وگيانڪ (Geological) ۽ حياتياتي (Biological) ڄاڻ جو تفصيل ۽ وچور پيش ڪري ٿي:

**سامونڊي ڪوجنا جي پيرائتي پٽي (A Chronology of Ocean Exploration):** سامونڊي سائنس (Oceanography) جي ھڪ وڏي تاريخ آھي. 5000 ق. م ۾ سنڌو لوڪن، سڙھ وارا ٻيڙا جوڙي، دنيا جي ٻين



لوٿل: 2500 ق. م ۾ جوڙيل سنڌو تھذيب جو قديم مندر

ڪنڌن جي ماڻھن سان واپاري ناتا جوڙيا ھئا، اھڙيون ثابتيون سنڌو تھذيب جي اھم ماڳن (Indus sites) مان مليون آھن. جتان سنڌو مھرن تي اُڪريل سنڌو ٻيڙا، لوٿل (Lothal) واري ڏکڻ گجرات جي سنڌو ماڳ تان سڙھ وارن ٻيڙن جا ٻاراٽا نڪرجا رانديڪا، گس ڏسٽيون (Shell Compass) ۽ لنگر (Ancors) بہ لڌا آھن ۽ گڏوگڏ ممبئي ۽ وشڪاپٽم جي بندرن جھڙي ھڪ وڏي گودي پڻ لڌي آھي، جتان سڄي سنڌو سلطنت (Indus Empire) جو سامان ڏيساور ڏانھن اماڻيو ويندو ھو.

ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ پنھنجي ھڪ مقالي ’سنڌ ۾ جھازرانيءَ‘ ۾ ڄاڻايو آھي تہ قديم سنڌ جي لوڪن فونيشين ڪان گھڻو اڳ سمنڊ ۾ ٻيڙا ھاڪاري ۽ دنيا جي ٻين ڪنڌن جي ملڪن سان واپاري ناتا جوڙي ورتا ھئا. ڊاڪٽر سرفراز پٽيءَ پنھنجي ھڪ مقالي ۾ جھازرانيءَ (Navigation) جو ھنر ڏکڻ سنڌ (لاڙ) جي ’ٽوتڪ‘ لوڪن جو ڄاڻايو آھي، جيڪي ھاٿي نوتڪاٽي سڏائين ٿا.

♦ 4000 ق. م ۾ مصرين ٻيڙا جوڙڻ ۽ وڏن سمنڊن ۾ ھاڪارن وارو فن سکي ورتو ھو.

♦ 600 ق. م ۾ فونيشين (Phoenicians) سڄو ڀونوچ وڏي سمنڊ، ائٽلانٽڪ وڏي سمنڊ، ڪارن وال (Corn Wall)، انگلنڊ ڪان وٺي آفريڪا ڪنڊ ڪي چوڌاري ڦري ڏسي ورتو ھو ۽ اھي ھاڪارا ٻيڙياتا ھئا ۽ سنڌن ٻڻ بنياد سنڌو تھذيب سان ھو.

♦ 450 ق. م ۾ ھيروڊوٽس (Herodotus)، ھڪ يوناني سياح ڀونوچ وڏي سمنڊ جو ھڪ نقشو جوڙيو ھو.

♦ 325 ق. م ۾ ھڪ يوناني ٻيڙياتو فائٿياس (Phytheas) انگلنڊ، ناروي ۽ شايد آئسلينڊ جي سامونڊي ڪنارن تائين پھتو ھو. ھُن چنڊ (moon) ۽ سامونڊي ويرن (Tides) جو تعلق بيان ڪيو ھو انھيءَ دؤر ۾ ارسطو (Aristotle) ھڪ ڪتاب ’ميٽرولوجيڪا‘ (Metrologica) لکيو ھو جنھن ۾ ھن يوناني دنيا/ ملڪن جي طبعي صورت ۽ جوڙجڪ يوناني حيواني جيوت سان گڏ سامونڊي حياتيات جو احوال بہ ڏنو آھي.

♦ سن 192-276 ق. م تائين ھڪ يوناني عالم ائرٽوسٽينس (Eratosthenes) مصر جي شھرن اسڪندريا ۽ اسوان ۾ ڌرتيءَ جو گھيرو (Circumference of Earth)، ٽرگناميٽري (Trigonometry) وسيلي معلوم ڪرڻ ۾ ڪامياب ويو.

♦ 54 ق. م ڪان 30ع تائين ھڪ رومي خام ڪل (Seneca Devised) ذريعي پاڻياري ڦيري (Hydrologic Cycle) ذريعي اھو ڏيکاريو تہ درياھي وھڪرن جي ڪري سمنڊن ۽ وڏن سمنڊن جي سطح تي ٻاڦ نھڻ وارو عمل ھڪ- ڪري ۽ ساڳي صورت ۾ برقرار رھي ٿو.

♦ سال 150ع ۾ ھڪ يوناني رياضيدان، طبيعات جو ماھر ۽ عالم ٽالمي (Ptolemy)، سڄي روميءَ دنيا جو نقشو جوڙيو. جنھن ۾ ويڪرائي ڦاڪون (Latitudes) ۽ ڊگھائي ڦاڪون (Longitudes) ڏيکاريون ويون ھيون.

♦ ھڪ انگريز راھب بئڊ (Bede) (735-673ع) ھڪ ڪتاب ’سامونڊي ويرن چڙھڻ جي اڀياس‘ بابت ڇپرايو ھو. جنھن ۾ چنڊ جي وير تي ضابطي ھئڻ ڪي مڃيو ويو آھي. ان ۾ مھيني وار وير چڙھڻ جي ڦيرگھير جو اڀياس ۽ ھوا جي چڪ تي اُتاھين ويرن جي اُسرڻ جو مطالعو شامل ھو.

♦ سال 982ع ۾ ھڪ نارمن شخص، ايرڪ دي ريڊ، بيفن ٻيٽ (Bafin Island) ۽ ڪئناڊا وارا آرڪٽڪ علائقا ڳولي لڌا.

♦ سال 995ع ۾ ايرڪ دي ريڊ جي پٽ ليف ايرڪسن (Leif Ericson) اُتر آمريڪا جي ونيلينڊ (Vinland) ۾ آباديون قائم ڪيون. جن ڪي ھاڻ نيو فائونڊ لينڊ (New Found land) سڏجي ٿو.

**سامونڊي ڪوجنا جا خاص واقعا (Landmark Events in Early Ocean Exploration):**

♦ ليونارڊو ڊائونچي (Leonardo Da Vinci: 1519- 1495ع)، اٽليءَ جي جبلن مان لڌل پند پھڻ (fossils) مان قديم سامونڊي سطح جو اڀياس ڪري ٻڌايو تہ انھن پند پھڻ تي قديم سامونڊي وھڪرن ۽ لھرن جا نشان موجود آھن.

♦ سال 1492ع ۾ ڪرسٽوفر ڪولمبس (Christopher Columbus) اُتر آمريڪا ۽ ويسٽ انڊيز جي ٻيٽن (Island of the West Indies) کي ڳولي لڌو.

- سال 1500ع ۾ پيڊرو ايلوريس ڪئبرال (Pedro Alveres Cabral) برازيل ڳولي لڌو.
- سال 1513ع ۾ جئان فونڪ دي ليون (Juan Ponce de Leon) فلوريڊا جي نرم ۽ طاقتور سامونڊي وهڪرن جو اڀياس ڪيو.
- سن 1513ع کان 1518ع تائين وسڪو نوئنز دي بئلبوئا (Vasco Nunez de Balboa) پانانا لنگهه (Panana strait) جو اڀياس ڪندو پئسفڪ سمنڊ (Pacific ocean) تائين وڃي پهتو.
- سال 1515ع ۾ پيٽر مارٽر (Peter Martyr) نار جي وهڪري جي اصليت جو اڀياس پيش ڪيو.
- سن 1519ع کان 1522ع تائين فرڊيننڊ ميگلان (Ferdinand Magellan)، ڌرتيءَ جي گولي جو اڀياس پيش ڪيو ۽ سيبسٽائن ڊيل ڪانو (Sebastian del Cano)سامونڊي سفر کي مڪمل ڪيو.
- سال 1569ع ۾ گئريڊس مئرڪاٽر(Geradus Mercator) دنيا جو هڪ نقشو جوڙي راس ڪيو ۽ ان کي سامونڊي سفر جي پٽيءَ (Charts) طور ڪتب آندو.
- سال 1674ع ۾ رابرٽ بوائل (Robert Boyle) سمنڊ جي گرمي پد (temperature of sea)، ڪاراڻ (salinity) ۽ دٻاءَ (pressure) سان گڏ گِهرائيءَ (depth) جي لاڳاپي جو تحقيقي اڀياس ڪيو.
- سال 1725ع ۾ ليوگي مارسيگلي (Luigi Marsigili) سامونڊي سائنس تي پهريون ڪتاب مرتب ڪيو.
- سال 1740ع ۾ ليون هارڊ ايولر (Leonhard Euler) سامونڊي وير ۽ چنڊ جي ڇڪ ۽ سگهه جو ڪاتو لڳايو.
- سن 1769ع کان 1770ع تائين بئنجامن فرينڪلن (Benjamin Franklin) ڪارين/ نارن جي وهڪرن (Stream of Gulf) تي پهريون علمي ڪتاب ڇپرائي پڌرو ڪيو ته جيئن ٻيڙا اتر ائٽلانٽڪ وڏي سمنڊ کي پار ڪري سگهن.
- سال 1768ع کان 1771ع، 1772ع کان 1775ع، 1778ع کان 1779ع تائين ڪئپٽن جيمس ڪُڪ (Captain James Cook) ٽن وڏن سمنڊن (Oceans) جو سفر ڪمانڊر جي حيثيت ۾ مڪمل ڪري، جاگرافي (Geography)، جيالاجي (Geology)، وڻ ٻوٽن جي ڄاڻ (Biota)، وهڪرن (currents)، ويرن (tides) ۽ پاڻيءَ جي پدماپ (Temperature) جو سائنسي اڀياس ڪيو.
- سال 1802ع ۾ نيلانيئل بائوچ (Nalanial Bowditch) جهازرانيءَ (Navigation) تي هڪ ڪتاب 'نئين آمريڪي عملي جهازراني' (New American Practical Navigator) ڇپرايو جنهن جا نوان نوان ڇاپا اڄ تائين پڌرا ٿيندا رهن ٿا.
- سال 1807ع ۾ آمريڪي صدر ٿامس جيفرسن (Thomas Jefferson) سڄي آمريڪي ساحلي ڪنارن جي پٽي (Chart) جاگرافيائي سروي جي آڌار تي تيار ڪرائي.
- سال 1817ع کان 1818ع تائين سر جان روس (Sir John Ross) آرڪٽڪ وڏي سمنڊ (Arctic Ocean) ۽ بوفن ٻيٽن (Baffin Island) جي ڳولا ڪندي، انهن جي 1.8 ڪلوميٽر (1.8 km)گهرائيءَ مان تارا مڇي (Star fish)۽ سانپا (mud worms)ڳولي لڌا.
- سال 1820ع ۾ لنڊن جي هڪ فزيشن اليگزينڊر مارسيٽ (Alexander Marcet) سامونڊي پاڻيءَ جي ڪيميائي جزن (Chemical ingredients) جي تحقيق جي آڌار تي اهو ٻڌايو ته تمام وڏن سمنڊن جي پاڻيءَ جا ڪيميائي جُزا تناسب جي لحاظ سان هڪ ڪرا (uniform) نه هوندا آهن.
- سال 1831ع کان 1836ع تائين چارلس ڊارون (Charles Darwin) هڪ سامونڊي سفر وسيلي پنهنجو مشهور نظريو 'قدرتي چونڊ وسيلي حياتياتي ارتقا' (Organic Evolution by Natural Selection) پيش ڪيو.
- سال 1839ع کان 1843ع تائين سر جان روس (Sir John Ross) جي رهنمائيءَ ۾ انٽارڪٽيڪا (Antarctica) وٽ 7 ڪلوميٽر (7 km) اونهي سامونڊي گهرائيءَ مان حياتيءَ جي موجودگيءَ جا نمونا هٿ ڪيا ويا.
- 1841ع ۾ سر ايڊورڊ فاربس (Sir Edward Forbes) پنهنجو پهريون ڪتاب 'برطانيا جي تارا مڇين جي تاريخ' (The History of British Star Fish)، سال 1841ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ سال 1854ع ۾ 'کاري پاڻيءَ جي حياتيات جي ورڇ' (Distribution of Marine Life) لکي راس ڪيو. جنهن ۾ هن دليل ڏنا ته سامونڊي حيات 600 ميٽر اونهائيءَ کان هيٺ زنده نٿي رهي سگهي.
- سال 1855ع ۾ ميٿيو فونٽائين مئري (Matthew Fontaine Mary)، سامونڊي هوا ۽ وهڪرن جي انگ اکري ڄاڻ تي آڌاريل 'سمنڊ جي طبعي جاگرافي' (The Physical Geography of Sea)بابت هڪ ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪيو.
- سال 1868ع کان 1870ع تائين چارلس وائل ٿامسن (Charles Wyville Thomson) سرڪاري سرپرستيءَ :His Megisty Service) (H.M.S ۾ روشنين ڪان پري هڪ 'گهري سمنڊ جي گرميءَ پد' (Deep Sea Temperature) جو ماپو (Measurement) ۽ گهرائي ۽ زندگيءَ جا نمونا هٿ ڪري، هڪ اڳوڻي سائنسدان جي هٿ ٺوڪين اوزڪ زون (Azoic Zone) کي غلط ثابت ڪيو.
- سال 1871ع ۾ آمريڪي گڏيل رياستن جي (United States of America) جي 'مڇي ڪميشن' (Fish Commission) ميساچوسٽس جي ووڊ هول علائقي ۾ هڪ جديد ليبارٽريءَ کي قائم ڪيو.
- سال 1872ع کان 1876ع تائين چارلس وائل ٿامسن (Charles Wyville Thomson) جي رهبريءَ ۾ عالمگير سائنسي ڄاڻ جا نمونا ۽ انگ اکري ڄاڻ جا تيار ڪيل 50 جُلد ڇپايا ويا.

- 1873ع ۾ چارلس وائل ٿامپسن (Charles Wyvile Thomson) ساموندي اڀياس بابت هڪ اهم ڪتاب ڇپرايو. جنهن کي ’سمنڊ جي اونهائي‘ (The Depth of Sea)نالو ڏنائين.
- سال 1877ع کان 1880ع تائين اليگزينڊر اِگاسز (Alexander Agassiz) هڪ آمريڪي، نيچرلسٽ ۽ جيالاجيءَ جي ڄاڻ واري ساموندي ٻيڙي وسيلي آمريڪا کان پري گهري سمنڊ جي جاچ ورتي. هن هارورڊ يونيورسٽيءَ ۾ تقابلي حيوانيات (Comparative Zoology) جي پهرين ساموندي اسٽيشن (قدرتي تاريخ واري اينڊرسن اسڪول جا بنياد) ’پينيڪيس ٻيٽ‘ (Penikase Island) تي قائم ڪئي.
- سال 1884ع کان 1901ع کان هڪ آمريڪي سائنسدان البيٽروس (Albetross) ساموندي سائنسي اڀياس لاءِ هڪ ليبارٽريءَ جو نقشو جوڙي ان کي خاص نموني تيار ڪيو، ته جيئن ’ساموندي سائنس‘ (Oceanography)جي تحقيق مختلف رخن کان ممڪن ٿي سگهي.
- سال 1888ع ۾ آمريڪا جي ميساچوسٽس رياست جي شهر ووڊ هول (Wood Hole) ۾ ساموندي حياتياتي اڀياس بابت پهرين ساموندي ليبارٽري قائم ٿي، جنهن جو ڊائريڪٽر ڊاڪٽر چارلس اوٽس وئٽمئن (Dr. Charles Otis Whiteman) مقرر ٿيو.
- سن 1893ع ۾ هڪ ناروين شخص فريجوف نئنسن (Fridtjot of Nansen) هڪ مثالي ساموندي جهازي تاجي پيٽو تحقيق جي مقصد لاءِ جوڙيو، جنهن ذريعي هن آرڪٽڪ وڏي سمنڊ (Arctic Ocean) جي پاڻيءَ جي ڦيري (circulation) جي ڄاڻ حاصل ڪئي.
- سن 1902ع ۾ هڪ ڊئنش سائنسدان حڪومت جي پٺڀرائيءَ سان ساموندي تحقيق لاءِ هڪ ’ساموندي کوجنا لاءِ عالمي ڪائونسل‘ (International Council for the Exploration of Sea-ICES) قائم ڪئي، جنهن جو پهريون تحقيقي اڀياس ’اتر ائٽلانٽڪ جي ماهيگيريءَ تي وڏن سمنڊن جي حالتن جو اثر‘ (The Impact of Conditions of Ocean on North Atlantic Fisheries) هو. اها عالمي ڪائونسل برطانيا، جرمني، سويڊن، ناروي، ڊينمارڪ، هالينڊ ۽ اڳوڻي گڏيل روسي رياستن جي نمائندن تي ٻڌل هئي.
- سن 1903ع ۾ هڪ تحقيقي ليبارٽري، ’فرائيڊي هاربر ساموندي ليبارٽري‘ (Friday Harbor Oceanographic Laboratory) واشنگٽن يونيورسٽيءَ جي سياٽل (Seattle) واري هنڌ قائم ڪئي وئي.
- سن 1903ع ڌاري ’اسڪرپس حياتياتي تحقيقي اداري‘ (The Scrips Institution of Oceanography) کي ’اسڪرپس ساموندي اداري‘ (The Serips Institution of Oceanography) ۾ بدلايو ويو ۽ ان جو بنياد برڪلي (Berkeley) ڪئليفورنيا يونيورسٽيءَ ۾ وڌو ويو.
- سن 1912ع ۾ جرمن موسمياتي ماهر، الفريڊ ويگنر (Alfred Wagner) ’کنڊائين ٽوڙ ۽ لوڙهه وارو نظريو‘ (Theory of Continental Drift) پيش ڪيو. جنهن جي آڌار تي مهاکنڊ (Super Continent) جي مختلف قديم دورن ۾ ونڊ ورڇ ٿيڻ وارو اڀياس سامهون آيو.
- سال 1925ع کان 1927ع تائين هڪ جرمن مهم ’جي ميٽيو جهاز وسيلي ائٽلانٽڪ وڏي سمنڊ جي طبعي صورت جو ساموندي اڀياس ڪيو. هن پهريون ڀيرو ’پڙاڏي جي آواز‘ (Eco sound) کي وڏي سطح تي تحقيقي اڀياس لاءِ استعمال ڪيو.
- سال 1930ع ۾ رياست ميساچوسٽس جي ڏاکڻي ڪناري تي ’راس ڪُڊ‘ (Cape Code) ۾ ’ووڊ هول ساموندي ادارو‘ (The Wood Hole Oceanographic Institution) جديد دؤر جي تقاضائن موجب ائٽلانٽڪ سمنڊ جي سائنسي اڀياس لاءِ جوڙيو ويو.
- سال 1932ع ۾ ’عالمي وهلنگ ڪميشن‘ (International Whaling Commission) ساموندي جيوَت جي سڄي انگ اکري ڄاڻ (data) گڏ ڪئي ۽ وهلنگ انڊسٽريءَ تي اهي اصول رضاڪاراڻي نموني مڙهيا ويا.
- سال 1942ع ۾ هيرالڊ سيورڊرپ (Herald Sverdrup)، رچرڊ فليمنگ (Richard Fleming) ۽ مارٽن جانسن (Marten Johnson) سائنسي اساسي اڀياس تي مشتمل شاهڪار ڪتاب ’وڏا سمنڊ‘ (The Oceans) ڇپرائي پڌرو ڪيو، جيڪو اڄ تائين پڙهندڙ ۽ محقق ڪتب آڻين ٿا.
- سال 1949ع ۾ ’ليمينٽ جيالاجيڪل مشاهدي گاهه‘ (Lement Geological Observatory) ڪولمبيا يونيورسٽي نيويارڪ ۾ قائم ڪئي وئي، جنهن کي ’ليمينٽ دوهرٽي‘ (LemenT Doherty) نالو ڏنو ويو. اها ’ليمنٽ دوهرٽي‘ هڊسن درياهه (Hudson River) جي ڪنڌيءَ تي قائم آهي.
- سال 58-1957ع کي بين الاقوامي جاگرافيائي سال (International Geography Year = IGY) ڪري ملهايو هو. جنهن جو انتظامي مقصد جاگرافيائي تحقيق ۾ هڪ نئي سان علمي ۽ تحقيقي سهڪار ڪرڻ هو.
- سال 1958ع کان 1965ع تائين اقوام متحده پاران ’هندي وڏي سمنڊ بابت عالمي مهم‘ (The International Indian Ocean Expedition) قائم ڪئي وئي، جيئن منظم نموني هندي وڏي سمنڊ جو سائنسي اڀياس ڪري سگهجي.
- سال 1966ع ۾ آمريڪا جي متحده رياستن جي ڪانگريس ساموندي سائنسي تعليم لاءِ گرانٽ ۽ فنڊن جي منظوري ڏني، جيئن ساگرودِيا ۽ ساگري کوجنا ۾ مثبت اڳڀرائي ٿي سگهي.
- سال 1968ع کان سال 1975ع تائين متحده آمريڪي رياستن جي ’فطري سائنسي اساس‘ (National Science Foundation) ’سمنڊن کي گهري سَلڻ‘ (Deep Sea Drilling) جي رٿابندي ڪئي ته جيئن سمنڊ جي اندرين تهن جي جميل مادن جي ڄاڻ حاصل ٿي سگهي. ان لاءِ 1975ع ۾ ٻيهر ’بين الاقوامي مهاساگري سلڪاري واري رٿا‘ (International Ocean Drilling Project) جوڙي وئي، جيڪا اڄ به ڪم ڪري رهي آهي.

- سال 1970ع ۾ آمريڪي حڪومت هڪ شعبو ’نوئا‘ (National Oceanic and Atmospheric Administration= NOAA) جوڙيو جيئن ساموندي ايپاس ۽ موسمي ڄاڻ واري ايپاس ۾ ڄاڻ جو سهڪار پرڏيهي ملڪن سان ڪري سگهجي.
- 1970ع واري ڏهاڪي کي اقوام متحده پاران ’ساموندي کوجنا جو بين الاقوامي ڏهاڪو‘ (International Decade of Ocean Exploration= IDOE) مقرر ڪيو ويو، جيئن ساگري ايپاس جي هر پهلوءَ کان ڄاڻ حاصل ڪري سگهجي.
- 1970ع ڌاري ’ساگري پون ڪيميائي ڀاڱي جو ايپاس‘ (The Geochemical Oceanic Sections Study= GEOSECS) منظر ڪيو ويو، جيئن ساموندي پاڻيءَ جي ڪيميائي ڄاڻ ۽ حياتياتي ڪيميائي ڄاڻ حاصل ڪري سگهجي.
- 1978ع ۾ پهرين ’ساگري اپگرهہ‘ (Ocean Satellite) کي آڪاش ۾ چاڙهيو ويو، جيئن وڏن سمنڊن جي ڄاڻ هر پهلوءَ کان حاصل ڪري سگهجي.
- 1980ع جي ڏهاڪي ۾ ’وڏن سمنڊن جي سهڪاري تحقيقي مهم جوئيءَ واري رٿا‘ (The Coordinated Ocean Research and Expedition Section Program= CORESP) هيٺ لاڳيتو سال 1988ع تائين اعليٰ تحقيقي ايپاس ڪيو.

آڳاٽن وڏن سمنڊن وارين سائنسي کوجنائن (Early Oceanic Scientific Investigation) جي ڏس ۾ برطانيا هڪ اهڙو ملڪ آهي، جتي جي حڪومت ساموندي سائنس جي کوجنا کي سدائين همٿائيندي ۽ پنيرائي ڪندي رهي ٿي، جهڙوڪ: ’شاهي سوسائٽي لنڊن‘ (The Royal Society of London) جنهن دنيا جي سمنڊن بابت جاگرافيائي ۽ سائنسي ڄاڻ کي وڌايو ۽ ويجهايو آهي. هن سوسائٽيءَ مان ڪئپٽن جيمس ڪڪ (Captain James Cook) بہ هڪ هو، جنهن اهڙي ساموندي مهم جوئي ڪئي. هن 1768ع کان 1779ع تائين ٽي اهڙا وڏا مانائتا ساگري مهم جو سفر (His Majesty Sea faring Adventure) مڪمل ڪيا.

**سَمُنڊ سمايو بُوند ۾** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور شاعر ڪيئلداس ’فاني‘ جي شاعري جو مجموعو آهي، جيڪو سنڌ جي نامور اديب انور ’فگار‘ هڪڙي سهيڙيو آهي. هي ڪتاب شيخ اياز ۽ ڊاڪٽر قيوم ’طراز‘ جي نانءِ ڪيل آهي. ڪتاب جو مهاڳ ’شيخ اياز‘ لکيو آهي، جنهن ۾ هن ڪيئلداس فانيءَ جي شاعريءَ جي واکاڻ ڪئي آهي ۽ انور ’فگار‘ جو ٿورائتو رهيو آهي، جو هن سندس ڪلام ڪٺو ڪري ڇپرايو. هن ڪتاب ۾ بيت، گيت، ڪافي، قطعا، رباعيون، غزل، پنجڪڙا، نظم، ترائيل، مخمس، مسدس جون صنفون شامل آهن. ڊيمي سائيز ۾ پڪي جلد ۽

سمنڊ سمايو بوند ۾



رنگين ٽائيٽل سان هي ڪتاب 276 صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو 1995ع ڌاري سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري سنڌ پاران شايع ٿيو. جڏهن تہ ڪتاب جي قيمت 75 روپيا آهي.

**سمنڊ کي سوچي تہ ڏس** (ڪتاب): هي ڪتاب نئين ٽهيءَ جي شاعر فراق هاليپوٽي جو شعري مجموعو آهي. هن ڪتاب ۾ فراق هاليپوٽي جا دل کي ڇهندڙ نثري نظم شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ اعجاز منگيءَ لکيو آهي، جيڪو هڪڙي هنڌ لکي ٿو تہ: ”مان جڏهن فراق جي نظمن سان اکيون ملايان ٿو تہ سندس نظمن مان مون کي اهي اکيون گهوري رهيون آهن، جن کي ڏسڻ يا شام جي حسين شفق ۾ پيهي وڃڻ هڪ جهڙو ئي هوندو آهي. هن ڪتاب ۾ شاعر بابت احمد آزاد جو رايو پڻ شامل آهي. ڪتاب جي پٺئين ٽائيٽل تي شاعر جي تصوير سان گڏ لياقت رضوي، خليل ڪنڀار ۽ اعجاز منگيءَ جون سٽون ڏنل آهن. هي ڪتاب ڪنول پبليڪيشن قمبر پاران ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو آهي. 96 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.




**سمنڊ ۽ ڪنارو** (ڪتاب): هي ناول، هند سنڌ جي نامياري ليکڪا ڪلا پرڪاش جو آهي، جنهن جو مهاڳ نامور ڪهاڻيڪار اندرا واسواڻيءَ لکيو آهي. هوءَ لکي ٿي تہ: ”انساني من سمنڊ کان ڪٿي الڳ آهي؟ اهو تہ ان کان بہ اونهو آهي، جنهن جو نہ انت نہ پار. ڪير اهڙي جرئت سان چئي سگهندو تہ مون تنهنجي من کي سڃاتو آهي، من تہ پيو ڪن ڪن بدلجندو آهي، جي ائين ٿي هوئي کي سمجهي سگهي ها تہ ڪنهن بہ رشتي کي نہ ڏارون پون ها ۽ نہ ئي کو بدلاءُ اچي ها.“ هوءَ وڌيڪ لکي ٿي تہ: ”اڄ جي پڙهيل ڳڙهيل، استري (عورت)، نوڪري ڪندي، گهر جي مالي حالتن کي سنڀاليندي، مردن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي گهٽي تڪليف بہ سهي ٿي، اڄ جي ڀڄندڙ زندگيءَ ۾، دماغي تاڻ ۽ مانسڪ (ذهني) پريشانين ۾ انسان، جي ننڍا وڏا سڪ ڳولي بہ ٿو يا ڪيس ملي بہ وڃن ٿا تہ استري (عورت) چاهي پرش (مرد) اخلاقي بندشن کان پاڻ آجو ڪري، جي انهن جو مزو ماڻي ٿو تہ ان کي هرو ڀرو گهٽو خراب بہ نہ ٿو محيو وڃي. سڪ تہ ڪپي نہ، اهو چاهي من جو هجي يا تن جو. نئون زمانو گهٽيئي نوان ناتا جوڙائڻ ۾ مدد ڪري ٿو.“ هن ناول ۾ ان ئي قسم جي ڪهاڻي آهي، جيڪا شرميلا ۽ سيتل ۽ ٻين جي ڪردارن تي ٻڌل آهي، جيڪي من ۽ تن جي سڪ ماڻڻ لاءِ اخلاقي بندشن کي ٽوڙين ٿا.



ڊيمي سائيز جي 129 صفحن تي مشتمل هي ناول، جيون ڪلا پرڪاشن، آديپور، 2004ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 75 روپيا آهي.

**سمن سرڪار:** حضرت سمن سرڪارؒ ويهين صديءَ جو مشهور ولي الله ٿي گذريو آهي. سندس والد جو نالو سيدل گل شاهه ثاني هو. سندس ولادت جي ڪا به صحيح تاريخ موجود ڪانهي. سنڌ جو هي واحد مجذوب ۽ ابدال ٿي گذريو آهي، جنهن تي جيئري به ميلا لڳندا هئا، ۽ سندس رحلت ڪانپوءِ به ساليانو عرس وڏي ڌام ڌوم سان ملهايو وڃي ٿو. سيد سمن شاهه جي ولادت جو هنڌ ڳوٺ ٻورڙا لغاري، لڳ خيرپور ڪاهي، تعلقو ٽنڊو باگو، ضلعي بدين آهي. سمن سرڪار جي مادري ٻولي سرائڪي هئي ۽ ڪيس ٻه ڀائر هئا. هڪڙو منڻ شاهه، ٻيو قلڻ شاهه. سمن شاهه سرڪار سموري عمر شادي ڪانه ڪئي.



سمن شاهه سرڪار جي خيالي تصوير

سمن شاهه سرڪار صورت ۾ عجيب انسان نظر ايندو هو. سونهاري اڇي ۽ گهاٽي، ڇهرو گول، اکيون سرخيءَ مائل وڏيون، سخت خماريل ۽ هميشه زمين ۾ کتل هونديون هئس. ڪڏهن ڪڏهن خلوت يا وجد جي حالت ۾ آسمان طرف کڄي ويندريون هئس ته عجيب ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي. مٿي جا وار ڊگها ۽ وڏا هوندا هئس. ڪڏهن لباس پهريل هوندو هئس ته ڪڏهن بنا لباس جي هوندو هو. اهڙيءَ حالت ۾ پاڻ چوندو هو ته مون کي نوراني لباس آهي. ڪڏهن جتي پائيندو هو ته ڪڏهن وري پيرين اگهاڙو هلندو وتندو هو. حقي ۽ چلم جو شوقين هو. ڪوسنو ڪاڏو ڪيس آڏي ڏبو هو ته اُن ۾ حقي جو پاڻي ملائي لذت ضايع ڪري ڪائيندو هو.

روايت آهي ته سمن شاهه جڏهن جوانيءَ ۾ هو ته ڳوٺ جي 'جنت' نالي هڪ ڪنواري ڇوڪريءَ سان لنؤ لڳي ويس، جنهن ڪانپوءِ اُن ڇوڪريءَ کي سدائين پاڻ سان گڏ رکڻ لڳو. ڇوڪريءَ جي مائٽن کي اها ڳالهه برداشت نه ٿي. ڇوڪريءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ وڏا حيلا وسيلا ڪيائون، پر اهي ناڪام رهيا. نيٺ سمن شاهه جي والد کي التجا ڪيائون، جنهن کيس گهر جي ڪوٺيءَ ۾ بند ڪري، ڇوڪريءَ کي وارثن حوالي ڪيو ۽ کين تلقين ڪيائين ته اُهي ڇوڪريءَ سميت لڏي ڪنهن ٻئي پاسي هليا وڃن. سمن شاهه انهيءَ غم ۾ 4 ڏينهن ڪوٺيءَ ۾ رهيو. ڪاٺ پيئڻ بند ڪري ڇڏيائين. جڏهن ٻاهر نڪتو ۽ خبر پيس ته ڇوڪري ۽ ان جا مائٽ لڏي وڃي چڪا آهن ته مٿس جوش ۽ جولان واري ڪيفيت طاري ٿي وئي ۽ مستيءَ جي عالم ۾ هيڏانهن هوڏانهن رُلڻ لڳو. ڪيترائي مهينا اُن حالت ۾ گذاريائين. آخر ڳوٺ جي ويجهو ڪبير شاهه جي قبرستان ڏي هليو ويو ۽ اتي آستان ٺاهي ويهي رهيو. چيو وڃي ٿو ته سمن سرڪار کي اُن بزرگ کان حقيقي امانت نصيب ٿي، جنهن ڪانپوءِ سدائين سڪون ۽ ماٺ ۾ رهڻ لڳو. سمن سرڪار ڪرامت جو بزرگ هو. سندس ڪيترين ئي ڪرامتون ۽ پيشنگوئيون مشهور آهن. برٽش حڪومت جي دور ۾ هڪ انگريز ڪليڪٽر سندس سيرت ۽ ڪرامتن کان متاثر ٿي ميلي لڳائڻ لاءِ چار بلاڪ زمين سندس فقيرن کي الاٽ ڪئي.

سمن سرڪار جا خاص ٽي فقير هئا. هڪڙو ميان گلاب راءِ خاص خدمتگذار هو، پر سمن شاهه جي وفات ڪانپوءِ حج ڪري هميشه لاءِ مديني ۾ رهڻ لڳو ۽ نبي سائين صلي الله عليه وسلم جن جي روضي مبارڪ ۾ ٻهاريون ڏئي ايندڙن ويندڙن کي پاڻي پيئاريندو هو. آخر ۾ اتي ئي وفات ڪيائين ۽ جنت البقيه ۾ دفن ڪيو ويو. سمن سرڪار جو ٻيو فقير لالو کهيري هو ۽ ٽيون فقير مائي سليمت هئي، جيڪا سائينءَ جو ڪاڏو تيار ڪندي هئي.

مائي فقيرياڻي سليمت، شاهه لطيف جو ڪلام کيس ڳائي ٻڌائيندي هئي، جيڪو ٻڌندي سمن سرڪار ڪڏهن ڪڏهن وجد ۾ اچي ويندو هو.



حضرت سمن سرڪار 14 رجب 1349هه مطابق 5 ڊسمبر 1930ع تي پنهنجي ميلي دوران (جيڪو ڪاري واهه جي ڪپ تي ڌام ڌوم سان ٿي رهيو هو) وفات ڪئي. سندس وصيت مطابق غسل ۽ ڪفن ڪانپوءِ پنگريي شهر کان چار ڪلوميٽر پري هڪ پوٺي تي وڻن جي ڇانوَ ۾ دفن ڪيو ويو، جتي سندس فقير گلاب راءِ سندس تربت ۽ سفيد گنبذ جي اڏاوت ڪرائي، ۽ مقبرو جوڙايو. سمن سرڪار جي درگاهه جو انتظام هن

وقت اوقاف کاتي وٽ آهي. سمن سرڪار جي درگاهه جي هڪ خاص رسم آهي ته عقيدتمند نذر نذراني طور ڪڪڙ ڪٺي ايندا آهن، جنهنڪري هر وقت درگاهه تي وڏي تعداد ۾ ڪڪڙ موجود هوندا آهن ۽ مسافرن لاءِ انهن جو لنگر هلايو ويندو آهي. روايت آهي ته سنڌس حياتيءَ ۾ جڏهن ڪو ماڻهو وٽس ڪا مراد ڪٺي ايندو هو ته ڪنڌ هيٺ ڪري ڪيس جواب ڏئي ڇڏيندو هو ۽ جنهن تي راضي ٿيندو هو ته ڪيس چوندو هو ته: ”ڪڪڙ چا آوين. . . “ اهوئي ڪارڻ آهي جو ان وقت کان وٺي اڄ ڏينهن تائين سوالي سنڌس آرامگاهه تي ڪڪڙن جو نذرانو ڪٺي ايندا آهن.

سمن سرڪار جو ساليانو عرس (ميلو) هر سال 14، 15، 16 آڪٽوبر تي، پنگريي شهر کان ڇئن ميلن جي فاصلي تي ڏکڻ طرف سمن سرڪار جي روضي تي لڳندو آهي، اهو روضو سنڌس هندو معتقد گلاب راءِ جوڙايو هو. ميلي ۾ وڏي تعداد ۾ زائرين شرڪت ڪندا آهن. سائين سمن سرڪار جو ميلو سنڌ جي وڏن ميلن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو.

سنڌ جي ناليواري لوڪ فنڪاره مائي ڀاڳي، سائين سمن سرڪار تي هڪڙو گيت ڳايو هو، جيڪو تمام گهڻو مشهور آهي. ’سمن سائين، مان ته گولي غلام تنهنجي در جي‘. ان ڪانسواءِ لاڙ ۾ عام طور تي هي گيت به مشهور آهي ته: ”سمن تون سُڌير آهين، بر پوئي جو پير آهين.“

**سمن شاهه** (پهلوان): سيد سمن شاهه ’رستم پاڪستان‘، 1947ع ۾ ڳوٺ پليجا، ضلعي خيرپور ميرس ۾ پيدا ٿيو. سنڌ جي قديمي راند ملهه جو پهرين جوڙ جو سگهارو ملهه هو. سمن شاهه کي ملهه جو شوق پنهنجي



وڏڙن ۽ بزرگن کي ڏسي ٿيو. هُن پنهنجي وڏڙن جي روايت کي قائم رکندي ملهه جي تربيت استاد ملهه سومر مرڪنڊ کان ورتي ۽ استاد جي اجازت سان 1967ع ڌاري ٽئين جوڙ جي ملهه طور ملاکڙن ۾ شروعات ڪئي. جنهن کانپوءِ سمن شاهه سنڌ جي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ ملهه جا مقابلا ڪندو رهيو ۽ ٽن سالن جي محنت ۽ جاکوڙ کانپوءِ سال 1970ع ۾ پهرين جوڙ جي ملهن ۾ شامل ٿي ويو. سنڌس پهريون مقابلو جمعي ماڇي صادق آباد واري سان ٿيو ان کانپوءِ سنڌس ڪيترا يادگار مقابلا ٿيندا رهيا. سمن شاهه اٽڪل ويهه سال ملهه جي ميدان ۾ پنهنجي پهلوانيءَ جو ڌاڪو ڄمايو. هن قلندر لال شهباز، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست، سمن شاهه ۽ سنڌ جي ٻين ڪيترن ميلن ۾ ملاکڙا ڪري وڏو داد ڪمايو. سمن شاهه ڪاهي توڙي ساچي جو وارو ڪندو هو. گهڻا پهلوان کانئس وڙهڻ کان اڪثر ڪيٻائيندا هئا. هو پنهنجي دور جو شهنشاهه ملهه رهيو آهي. هن وقت ڪراڙپ ۽ عليليءَ سبب ملهه گهٽ ٿو وڙهي. سنڌس ذريعه معاش زمينداري آهي.

سمن شاهه نهايت ڪلمڪ ۽ يار ويس ماڻهو آهي. کيس مختلف طور ڪيترائي انعام ۽ اڪرام ملي چڪا آهن.

**سمن ڪوٽ** (ديهه): تعلقي ڳڙهي ياسين جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سمن ڪوٽ/ هارون ٻرڙو، محمد ملاح ٻرڙو ۽ پير بخش.

**سمن واهه** (ديهه): تعلقي ۽ ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سعدالله مگريو، ماڪن مهر، صوبدار مهر، شيرو مهر، جمال انڊڙ، قاضي محمد مراد، امام بخش مهر، غلام نبي سوڍڙو، نور محمد مهر ۽ محمد بخش سميجو.

**سمو، خليفو ابن اوڙاهه**: صوفي شاهه عنايت شهيد جي مريدن ۽ خليفن ۾ نامور مريد ۽ خليفو ٿي گذريو آهي. هي خليفو سدائين صوفياڻي رنگ ۾ رهندو هو ۽ تمام وڏي مرتبي وارو هو. هن جو اصل ڳوٺ ٽنڊي الهيار ويجهو آهي، جتي اڄ به سنڌس گادي نشين ٿيندا اچن. هن خاندان جا اڄ به هندو مريد ۽ معتقد آهن. ابن اوڙاهه سمي جي قبر جهوڪ شريف ۾ شاهه عنايت شهيد جي مقبري جي اوڀر اتر ۾ آهي، جتي هر سال ڏهاڙو ملهايو ويندو آهي. شاهه عنايت شهيد جي ميلي وقت به هن خليفي جو گادي نشين پنهنجي مريدن سميت سنڌس قبر تي اچي ٻاري ٺاهي ويهندو آهي، جتي صوفياڻو راڳ هلندو رهندو آهي ۽ انهيءَ موقعي تي هندو توڙي مسلمان مريد فقير ڏاڍي محبت، نياز ۽ نوڙت سان گڏ ويهندا آهن.

**سمو، غلام شبير**: سنڌ جي مشهور فنڪار استاد غلام شبير ولد خان محمد سمي جو جنم پهرين جنوري 1968ع تي ڳوٺ ڇتي منگي، تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور ۾ ٿيو. سنڌس والد خان محمد سمو ۽ ڏاڏو رسول بخش سمو



پنهنجي وقت جا ناليوارا شهنائي نواز ۽ موسيقيءَ جا ڄاڻو هئا. هي غزل، گيت، فوڪ، ڪلاسيڪل، نيم ڪلاسيڪل، خيال، ٺمري، قصيده خواني ۽ نوحه خوانيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. سنڌس تعليم بي. اي آهي. راڳ ۾ والد کان ابتدائي تعليم ورتائين ۽ وڌيڪ موسيقيءَ جي سکيا استاد گلزار علي خان کان حاصل ڪيائين. هن ميڊيا جي سفر جي شروعات آڊيو ڪئسٽ جي دنيا کان ڪئي. سنڌس پهرين آڊيو ڪئسٽ 1985ع ۾ رليز ٿي، جيڪا قومي ۽ مزاحمتي شاعريءَ تي مشتمل هئي. ريڊيو خيرپور تي 1988ع ڌاري کيس نامور شاعر ۽ پروڊيوسر مختيار ملڪ متعارف ڪرايو. ساڳئي ئي سال ٽيليويزن تي کيس پروڊيوسر اعجاز عليم عقيليءَ متعارف ڪرايو. ٽيليويزن تي نشر ٿيل سنڌس پهريون گيت ادل سومري جو ’آءٌ ويندس اتي، سونهن آهي جتي‘ هو.

غلام شبير سمو ريڊيو، ٽي. وي، اسٽيج ۽ ڪئسٽ جو مقبول فنڪار آهي. سندس ڪيترائي گيت نهايت مقبوليت ماڻي چڪا آهن. پاڻ پوري پاڪستان کان سواءِ سعودي عرب، دبئي، شارجا ۽ ڀارت ۾ به پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري چڪو آهي.

غلام شبير سمو هڪ بهترين ڪمپوزر پڻ آهي. هن سنڌ جي سيني ڪلاسيڪل شاعرن کان سواءِ ڪيترن جديد شاعرن جي شاعري پڻ ڳائي آهي.

غلام شبير سمو پنهنجو فن ڪافي شاگردن تائين منتقل ڪري چڪو آهي. هي اڄڪلهه لاڙڪاڻي ۾ رهائش پذير آهي.

**سمو، غلام مصطفيٰ مشتاق** (ڍولڪ نواز): ڍولڪ نواز غلام مصطفيٰ مشتاق سمو، ولد خان محمد سمو 1961ع ڌاري ڳوٺ چتي منگي، تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. سندس تعلق هڪ موسيقار گهراڻي سان آهي.

هن جو والد خان محمد سمو پنهنجي دؤر جو سريلو شرناءِ نواز ۽ طبلا نواز هو ۽ سندس ننڍو ڀاءُ غلام شبير سمو سنڌ جو مقبول راڳي آهي. غلام مصطفيٰ مشتاق جي نصابي تعليم پنج درجا آهي. اٽڪل ڏهن ٻارنهن سالن جي عمر کان ئي طبلي ۽ ڍولڪ جي فن سان سلهاڙجي ويو. هن ان فن جي بنيادي سکيا پنهنجي والد کان ورتي، بعد ۾ استاد حاجي خان دودا پوري سندس باقاعدي استاد ٿيو.

هن طبلي جا ڪجهه سبق استاد امام بخش ۽ استاد قلندر بخش سمي کان پڻ سکيا. هي استاد حامد علي خان، بشير بلوچ، استاد وحيد علي خان، استاد ارباب علي خان کوسي، استاد گلزار علي خان، ديدار حسين سمي، ماستر فتح علي، سينگار علي سليم، استاد گلزار علي خان سانگهڙائي، استاد لونگ خان سنديلي، پائند علي خان (افغاني گويو)، غلام شبير سمي ۽ ٻين ڪيترن فنڪارن سان طبلي تي سنگت ڪري چڪو آهي. هي طبلي ۽ ڍولڪ سان گڏ شرناءِ به وڄائيندو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڳائيندو به آهي.

غلام مصطفيٰ مشتاق هن وقت رتيديري ۾ رهائش پذير آهي ۽ پنهنجي والد مرحوم جي قائم ڪيل 'استاد گلزار علي خان سنگيت ڪلب رتيديري' کي هلائي رهيو آهي.

**سمو، ماستر فتح علي**: نوجوان راڳي ماستر فتح علي ولد ديدار حسين سمون، 1983ع ڌاري رتيديري ۾ ڄائو. سندس تعلق موسيقار گهراڻي سان آهي. سندس والد ديدار حسين سمو مشهور فنڪار آهي، جڏهن ته سندس ڏاڏو مرحوم محمد اڪرم سمو پنهنجي دؤر جو ناميارو شهنائي نواز ٿي گذريو آهي. ماستر فتح علي نصابي



تعليم مئٽرڪ تائين حاصل ڪئي. راڳ سان سندس ننڍپڻ کان ئي واسطو رهيو. هن راڳ جي سکيا پنهنجي والد ديدار حسين سمي کان ورتي، بعد ۾ هن مشهور غزل گائڪ غلام عليءَ کان شاگرديءَ جو ڳانو ٻڌايو.

ماستر فتح عليءَ پنهنجي والد سان گڏ محفلن ۾ وڃي ڳائڻ سان فني سفر جي شروعات ڪئي. اڳتي هلي 1993ع ڌاري سندس والد ڪيس ٽي. وي تي وٺي ويو جتي هن ٻارڙن جي سنڌي پروگرام 'روشن تارا' ۾ نامياري شاعر مقصود گل جو ٻاراڻو نظم 'پٽائي جو روضو' ڳائي ميڊيا جي سفر جي ابتدا ڪئي.

ماستر فتح علي 2000ع ڌاري آڊيو ڪئسٽ جي دنيا ۾ پير پاتو ۽ اڄ تائين لڳ ڀڳ سندس 40 آڊيو ڪئسٽون توڙي وڊيو سي. ڊيون جاري ٿي چڪيون آهن.

ماستر فتح علي، نوحي خواني ۽ مرثيي خوانيءَ ۾ پڻ داد ماڻيو آهي. سندس ڳايل نوحن جا 5 وڊيو البم پڻ جاري ٿي چڪا آهن. هي سٺو ڪمپوزر پڻ آهي.

**سمو، محمد اڪرم** (ڍولڪ ۽ شهنائي نواز): محمد اڪرم ولد استاد علي بخش سمي جو تعلق رتيديري ضلعي لاڙڪاڻي جي اهم ميراثي گهراڻي سان هو. هيءُ پنهنجي دؤر جو سريلو شهنائي نواز ۽ ڍولڪ جو پلوڙو وڄتيو هو. سنڌ جو ناميارو راڳي ديدار حسين سمو سندس فرزند ۽ نوجوان فنڪار ماستر فتح علي سندس پوٽو آهي. محمد اڪرم شرناءِ جي فن جي سکيا پنهنجي والد استاد علي بخش ۽ ڍولڪ جي سکيا استاد حاجي خان دوداپوريءَ کان ورتي.



هيءُ ننڍي کنڌ جي ورهاڱي کان به اڳ جو ڍولڪ نواز ۽ شرناءِ نواز هو. سندس فن ۾ هڪ انفراديت اها به هئي جو پيرسنيءَ واري عمر سبب هٿن جي آڱرين مان جوڀن واري طاقت ۽ ست مائو ٿيڻ ڪري، پنهنجي تجربي ۽ ڏاهپ کي ڪتب آڻيندي، ساڄي هٿ جي وچين آڱر ۾ ننڍڙي باريڪ ڪاٺي ٻڌي پوءِ ڍولڪ وڄائيندو هو ۽ ان ٻڌل ڪاٺيءَ جي وڄت سان ڍولڪ مان 'ڇانپي' يا 'دهل' جهڙو آواز نڪرندو هو ان ڪاٺيءَ کي سادن لفظن ۾ 'چيت' ڪري سڏيندو هو. سندس اهو تجربو ڏسي ڪافي ڍولڪ نوازن اهو ساڳيو تجربو ڪيو، پر سندس جهڙو نتيجو نه ڪڍي سگهيا.

استاد محمد اڪرم سمي کي پنهنجي فن سان بي انتها محبت هئي، پيرسنيءَ جي عمر ۾ به سندس فن جوان هو. ايتريقدر جو سندس وفات به هڪ محفل ۾ ڍولڪ وڄائڻ دوران ٿي. هو 1999ع ڌاري وفات ڪري ويو.

**سمو، مختيار:** نامور اديب، تعليمي ماهر، سماج سڌارڪ ۽ شاعر مختيار سمي 18 آگسٽ 1960ع تي تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ غريب گهراڻي ۾ حڪيم يار محمد سمي جي گهر ۾ جنم ورتو. بنيادي تعليم مقامي اسڪولن ۽ ڪاليجن مان ورتائين، باقي تعليم سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان مڪمل ڪري 1987ع ۾ زرعي يونيورسٽي، ٽنڊي ڄام ۾ استاد مقرر ٿيو. ان بعد 1991ع ۾ ڏوڪريءَ ۾ زيڊ.اي ڀٽو زرعي ڪاليج قائم ٿيڻ تي ڪيس اسسٽنٽ پروفيسر مقرر ڪيو ويو. جتي هن ڪاليج ٽائيم ڪانپوءِ واري وقت ۾ تعليمي ڪوٽ جي پورائي لاءِ 'ناليج سينٽر' جي نالي سان هڪ ادارو قائم ڪيو. جتي نوجوانن ڪي انگريزي جي سکيا ڏني ويندي آهي. 1998ع ۾ هن هڪ ٻئي اداري 'انڊس اسڪول' جو بنياد وڌو. هنن ادارن مان هن وقت تائين هزارين شاگرد تعليم حاصل ڪري سماج ۾ پنهنجو مثبت ڪردار ادا ڪري رهيا آهن. ادبي خدمتن جي حوالي سان پاڻ سنڌي ادبي سنگت لاڙڪاڻي شاخ جو ٻه ڀيرا سيڪريٽري رهي چڪو آهي. لاڙڪاڻو ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ جو وائيس چيئرمئن ۽ گڏريل ٽن سالن کان سيڪريٽري طور خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي. سنڌس انگريزي، سنڌي ۾ ڪالم، مضمون ۽ شاعري پڻ مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجندا رهن ٿا. هو سماجي شعبي ۾ پڻ انساني حقن لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهي ٿو. لاڙڪاڻي ۾ چائلڊ رائيٽس ڪميٽيءَ جو باني ڪوآرڊينيٽر رهيو آهي. عورتن جي حقن جي حوالي سان عورتن مٿان تشدد جي خاتمي لاءِ هن ڪيترائي سيمينار ۽ ورڪشاپ ڪرايا آهن.



مختيار سمو تاريخ سان به گهري دلچسپي رکي ٿو. پاڻ لاڙڪاڻو ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ سان به سلهاڙيل آهي. سنڌس هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن: (1) 'دنيا آهي گول' (ٻاراڻي شاعري: 1985ع)، (2) 'ڌرتي روشن ٿيندي' (ٻارن جي شاعري: 1991ع)، (3) 'وفائون منتظر آهن' (1997ع)، (4) 'عورت: هڪ حيثيت ۽ تشدد' (2004ع).

ان ڪان سواءِ سنڌس انگريزي گرامر جا ٽي ڪتاب ڇپيل آهن:

(1) An easy approach towards English Grammer

(2) Verb Guidance and Forms

(3) Fundamentals of compound and complex sentences.

سنڌ ثقافت کاتي طرفان 'ڌرتي روشن ٿيندي' ڪتاب تي 'مجتنا اوارڊ ۽ ادبي خدمتن تي 'زخمي چانڊيو يادگار اڪيڊميءَ' طرفان 2012ع ۾ 'بهترين استاد' اوارڊ ڏنو ويو.

مختيار سمي جو وڏو پٽ عمران سمون، اسٽيٽ بئنڪ ۾ آفيسر آهي. هي لاڙڪاڻي ۾ رهائش پذير آهي.

**سمو، نواز علي:** مشهور ڪهاڻيڪار نواز علي سمو 1952ع ڌاري مٽياري شهر ۾ پيدا ٿيو. ننڍپڻ کان ادب ڏانهن چاهه هئڻ سبب ادب ۾ پير پائي ڪهاڻي لکڻ جي شروعات ڪيائين. پاڻ مختلف اخبارن جو صحافي پڻ رهي چڪو آهي. ڏهه سال صحافين جي تنظيم تعلقي هالا جو صدر پڻ رهيو آهي. ان ڪانسواءِ ڪيترن ئي اسٽيج ڊرامن ۾ پڻ ڪم ڪيو اٿس.

سنڌس ڪهاڻين جا ڪيترا ڪتاب ڇپجي چڪا آهن، جن ۾ (1) ٻنهي ڪي مزو (1988ع)، (2) ڀاڪر جي ڀيٽ (1981ع)، (3) سپاٽي چا ٿيندو (1982ع)، (4) واهه جوان واهه (1991ع) ۽ (5) 'ڀڄي جند ڇڏاءِ' (يار محمد شاهه سان ڪهاڻين جو گڏيل مجموعو: 1979ع) شامل آهن. پاڻ مٽياريءَ ۾ رهي ٿو.

**سمه بن ديوائچ:** عرب دور اچڻ کان پهرين سمه بن ديوائچ ديبل جو گورنر هو. ديبل تي سڀ کان پهريون حملو عمان جي گورنر عثمان بن ابي العاص الثقفي ڪرايو هو. جنهن پنهنجي ڀاءُ مغيره بن ابي العاص الثقفيءَ کي ديبل خلاف فوجون ڏئي سمنڊ رستي موڪليو هو. اهو ٻڌي سمه بن ديوائچ پنهنجي فوج وٺي اچي ديبل جي قلعي کان ٻاهر مغيره جو مقابلو ڪيو. انهيءَ جنگ ۾ مغيره ديبل جي گورنر سمه بن ديوائچ جي هٿان مارجي ويو ۽ سمه بن ديوائچ کي فتح ٿي. سمه بن ديوائچ ڪيترائي عرب سپاهي مارائي ڇڏيا ۽ باقي جيڪي بچيا، تن عُمان جو رخ ڪيو. اهڙيءَ طرح سمه بن ديوائچ پنهنجي دور ۾ عربن جي ڪيل پهرين حملي کي ناڪام بڻائي ڇڏيو.

**سَمَهڙو (چوپائي مال جي بيماري):** هي چوپائي مال جي هڪ وچڙندڙ بيماري آهي. هي مرض جانورن ۾ اڪثر بهار جي موسم ۾ ٿيندو آهي. ڳئون ۽ مينهون هن بيماريءَ کان گهڻو متاثر ٿين ٿيون. بيمار جانورن ۾ موت تمام گهٽ ٿيندو آهي، پر کير جي پيدائش تي برو اثر پوندو آهي. وڏن جانورن جي مقابلي ۾ ننڍن جانورن ۾ موت گهڻو ٿيندو آهي، جنهن کي 'مهاڙو' به چئجي. جانورن جو بيمار ٿيڻ، کير جي پيدائش ۾ گهٽتائي ۽ ڪن جانورن جو سڄي عمر لاءِ ناڪاره يا بيڪار ٿيڻ ڪري تمام گهڻو مالي نقصان ٿئي ٿو. بيمار جانورن جي زبان ۽ مهارن ۾ وڏا ڦلوڪٽا ٿي پوندا آهن. وات مان گهڻي گِگ وهندي آهي ۽ کُرن جي وچ ۾ پڻ ڦلوڪٽا ٿي پوندا آهن. جنهنڪري جانور منڊڪائي هلندو آهي. جانورن جو منڊڪائڻ ۽ وات ۾ گِگ وهڻ اهڙيون علامتون آهن، جن سان مرض جي سڃاڻپ ۾ آساني ٿيندي آهي. هن بيماريءَ جو اڃا تائين ڪو به شافي علاج دريافت نه ٿيو آهي. هن جي بچاءَ لاءِ سيرم ۽ ويڪسين تيار ڪئي ويندي آهي، مرض ظاهر ٿيڻ سان ئي سيرم ڏني ويندي آهي ۽ ويڪسين بيماريءَ جي بچاءَ لاءِ اڳواٽ ڏني ويندي آهي. بيمار جانور جي وات کي پوٽاشيم پرمئگنيٽ جي ڪار سان ڌوئڻ ۾ ٽي ڀيرا صاف ڪرڻ گهرجي، يا جانور جي کُرن ۽ وات کي فارملين سان صاف ڪجي ته جيئن انهن ۾ ڪيڙا نه پئجي سگهن.

**سِمِ ۽ ڪلر**: جڏهن زيرزمين پاڻيءَ جي سطح، زمين جي سطح کي ويجهي هجي، ته ان کي سم واري زمين چئبو آهي. پاڻيءَ جي مقدار وڌڻ سان پاڻيءَ جي سطح پڻ مٿي چڙهي ويندي آهي ۽ زمين جي مٿئين تهه تائين پهچي ويندي آهي. جڏهن زيرزمين پاڻيءَ جي سطح چڙهندي آهي ته اها زمين ۾ موجود لوڻ کي به پاڻ سان گڏ مٿي چاڙهي، سم ۽ ڪلر جي صورتحال پيدا ڪندي آهي. ان جون ابتدائي نشانيون هي آهن ته جڏهن اهو لوڻ زمين اندر فصل جي پاڙن واري حصي تائين پهچندو آهي ته فصل ۽ ٻوٽا سڙڻ لڳندا آهن. جڏهن زيرزمين پاڻي انهيءَ لوڻيات سان گڏ زمين جي سطح تي ايندو آهي ته سج جي گرميءَ سان پاڻي ٻاڦ ٿي اڏامي ويندو آهي ۽ پوئتي زمين جي مٿاڇري تي لوڻياڻي اڇي رنگ جو پائوڊر گڏ ٿيندو ويندو آهي، جنهن کي 'سم ۽ ڪلر' سڏيو ويندو آهي.

سنڌ جي ڪيترن علائقن جون، خاص ڪري جتان بئراج گذرندا آهن، زمينون سم ۽ ڪلر جي ڪري خراب ٿي چڪيون آهن.

**سمي**: سمي ناچ، پنجاب جي علائقي جهنگ ۾ تمام مشهور آهي. هي رومانوي ناچ آهي ۽ گهڻو ڪري چانڊوڪيءَ رات ۾ نچيو ويندو آهي ته چانڊوڪي سبب هي ناچ ڏسڻ واري تي ڏاڍو غمگين تاثر ڇڏي ٿو. هن ۾ وڇوڙي جا گيت ڳاتا وڃن ٿا. اهي عورتون جن جا محبوب يا مڙس ڏورانهين سفر تي ويل هجن ٿا، انهن جي وڇوڙي ۾ هي ناچ وڇوڙي جا ورلاپ ڪندي نچيو ويندو ٿو. هي ناچ دائري ۾ نچيو ويندو ٿو.

**سَميجا** (ذات): لاکو بن لاکيار سنڌ ۽ ڪڇ جي سمن مان بادشاهه ٿيو هو. رائڌڻ بن ڪاڪا ان جي پيڙهيءَ مان هو. رائڌڻ کي نَوَ پٽ هئا، انهن مان هڪڙي پٽ جو نالو 'سمو' هو، جنهنجي اولاد کي 'سميجا' چون ٿا. تاريخي حوالن ۾ ڄاڻايل آهي ته 'سميجا' سماٽ آهن. تاريخ مظهر شاهجهاني جو ليکڪ يوسف ميرڪ لکي ٿو ته 'سميجا' قوم جنگجو قوم هئي، جيڪا ان وقت هڪ وڏي 'سماٽ' قوم هئي، جنهن ۾ ڪيترائي ذاتيون شامل هيون. انهن مان هڪ انڙ به هئي، جنهن جون ذاتيون راهو ڏاهري، ساند، ساريا ۽ ڪيريا، ڏاريجا، راهوجا، سميجا ڪل مان سڏبا هئا، هي سڀ ملاحن ۽ مهاڻن جي ڪل ۾ شمار ٿين ٿا.

تاريخ ۾ سميجا راڄ به سنڌ جي ڪافي حصن ۾ رهي ٿو هڪ مصنف جي لکڻ موجب راڄپرن جي پاڙي مان هڪڙي پاڙي جو نالو 'سميجا' آهي، ساڳئي مصنف ڪتاب ۾ ٻئي هنڌ مير بحرن ۽ مهاڻن جا 254 پاڙا لکيا آهن، جنهن ۾ سميجا به لکيل آهي، يعني هي ملاح ۽ مهاڻا آهن.

**سميجا** (ديهه): تعلقي ٺل ضلعي جيڪب آباد جي هڪ ديهه ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن.

ڏتي بخش پهوڙ، بهادر پهوڙ، بختيار پهوڙ، رحيم خان پهوڙ، الهورايو صاحبڏنو ڏکڻ ۽ شاماڻو ڏکڻ.

**سميجو، بودلو**: بکر جي مغل، نواب بختيار بيگ جي دؤر ۾ لاڪاڻ ۾ سميجن جو سردار بودلو سميجو هو. ارباب بودلو سميجو وڏو بهادر هو. بختيار خان پنهنجو هڪ نائب لاڪاڻ جي پرڳڻي ۾ سميجن ۽ انڙن کي ڊل اڳاڙڻ لاءِ موڪليو اتي سميجن وجهه وٺي ڪيس قتل ڪري ڇڏيو اها خبر جيئن ئي بختيار بيگ کي پئي ته هن علي خان شاملو کي لشڪر ڏئي لاڪاڻ موڪليو علي خان شاملو سميجن جي ڇيلهه ڀڃي ڇڏي، شڪست کانپوءِ ارباب بودلو سميجو ٻين سردارن سان اچي علي خان شاملو وٽ پيش پيو. علي خان شامل بودلو سميجو ۽ ٻيا سردار بختيار علي بيگ ڏانهن موڪليا، جنهن انهن سڀني سردارن کي قيد ڪري ڇڏيو. آخرڪار قاسم خان ارغون ضمانت طور چوويهه هزار ڏئي سميجي بودلي کي آزاد ڪرايو. ڪجهه عرصي کانپوءِ وري سميجن ۽ انڙن مغل سلطنت خلاف ڪارروايون ڪيون. هن واري بکر جو گورنر محمد علي بيگ هو. هن پنهنجي فوج ۽ شير خواجه جي ماڻهن سان گڏجي لاڪاڻ تي ڪاهه ڪئي. سندن ڪيترائي بهادر سميجا قيد ڪري سڀيءَ جي پناڻن وٽ وڪيا ويا ۽ هنن جي سردار ارباب بودلو سميجي کي گرفتار ڪري بکر وٺي آيا. انهي جڻ کانپوءِ لاڪاڻ جي سميجن جا ڍڍر ڊرا ٿي ويا ۽ وري ڪا به قڏائي نه ڪيائون. بودلو سميجو ٻه سال لڳاتار جيل ۾ رهڻ کانپوءِ آزاد ٿيو.

**سميجو، طالب**: مير ابوالبقا بکر جي فوجداري واري دور ۾ ميرزا غازي بيگ ترخان کي چيو ته سميجن کي ڪنهن جرم جي سزا ٿي ڏني وڃي، هو نصرپور ڀڄن ٿا ۽ قاسم خان ارغون وٽ وڃي پناهي ٿين ٿا. هاڻي توهان جو ڪهڙو حڪم آهي؟ ميرزا غازي ڪيس لکت ۾ اجازت ڏني. ان وقت طالب سميجو شورش برپا ڪيو ويٺو هو.

'تاريخ مظهر شاهجهاني' ۾ يوسف ميرڪ ڄاڻائي ٿو ته، "ابوالبقا لشڪر وٺي بکر کان سيوهڻ لاءِ طالب سميجي جي شورش ختم ڪرڻ لاءِ نڪتو. واٽ تي جڏهن جوڻيجن واري پرڳڻي ۾ پهتو، ته اهو پرڳڻو ميرزا غازيءَ جي جاگير هو. اتان جي عاملن ابوالبقا کي دانهن ڏني ته گڇيري وارا سميجا نافرماني ٿا ڪن ۽ ڊل ڏيڻ کان به انڪاري آهن. اهو ٻڌي ابوالبقا اتان گڇيري ڏانهن وريو. ٻنهي ڌرين ۾ جنگ لڳي، ڪيترائي سميجا قتل ٿي ويا ۽ باقي سميجن کي گرفتار ڪري ميرزا غازيءَ جي عملدارن جي حوالي ڪيائين. ان کان پوءِ هن سيوهڻ جو رخ ڪيو. هن جي پهچڻ کان اڳ سميجا ٽڙي پکڙي ويا. ڪي جيسلمير ڏانهن ته ڪي نصرپور هليا ويا. مير ابوالبقا به طالب سميجي جي پٺ نه ڇڏي ۽ نصرپور جي راڄڌانيءَ ۾ هالاڪنڊيءَ تائين وڃي رسيو. اتي خبر پيس ته طالب سميجو نصرپور جي پٽن ڏانهن پيو وڃي، هي هڪدم ان جي ڪڍ لڳو. مير ابوالبقا جو ٻڌي طالب سميجو پنهنجي ماڻهن سميت صيدگر نالي قلعي ۾ وڃي لڪو. ابوالبقا به اچي قلعي کي گهيريو. ابوالبقا هاٿين جي مدد سان قلعي جا شاهي دروازا ڀڃي ڇڏيا، جنهن کانپوءِ ابوالبقا لشڪر سميت قلعي ۾ گهڙي ويو. ٻنهي ڌرين ۾ جنگ لڳي ۽ سميجن کي شڪست آئي. سميجن جا تقريباً ٻارهن سؤ ماڻهو قتل ڪيا ويا ۽ جنگ ۾ وڙهندي وڙهندي طالب سميجو پڻ قتل ٿي ويو. اهو واقعو 1017هه/ 1608ع جو آهي.

**سمير جي تهذيب**: سميري قوم ڏکڻ عراق ۾ رهندي هئي، جنهن بابت اڪثر مؤرخن ۽ آثار قديمه جي ماهرن جو خيال آهي ته دنيا ۾ سڀ کان پهرين تهذيب. سميرين واري هئي، هن قوم وارا فرات ۽ دجله ندين مان واهه کوٽي زمين آباد ڪندا هئا. سميرين وٽ طوفان نوح جي وڏي اهميت هئي. ان طوفان جي ڪري بادشاهي خاندان کي ٻن حصن ۾ ورهائيندا هئا. هڪ اهو خاندان جيڪو طوفان نوح کان اڳ هو ۽ طوفان ۾ تباهه ٿي ويو. ٻيو اهو خاندان جيڪو طوفان نوح کانپوءِ اقتدار ۾ آيو. طوفان کانپوءِ ڪش جي شهر مرڪزي حيثيت اختيار ڪئي. ڪش کانپوءِ ايرڪ جي شهر ترقي ڪئي ۽ سياسي طور ٻين شهرن تي پنهنجو اثر قائم ڪيو. ايرڪ جي شهر کانپوءِ 'اُر' شهر جو حاڪم طاقتور ثابت ٿيو، جنهن کي طوفان نوح کانپوءِ سميرين جو ٽيون خاندان ۽ 'اُر' شهر جو پهريون خاندان چيو ويو. اهو خاندان 3500 ق. م ڌاري شروع ٿيو. 'اُر' جي خاندان کانپوءِ اڪاد جي سامي قبيلي سارگون اعظم جي ماتحتي هيٺ سمير ۽ اڪاد کي ملائي 2750 ق. م ڌاري حڪومت قائم ڪئي، جيڪا ان زماني جي سڀ کان وڏي حڪومت هئي، اها اڪادي حڪومت سڏي



سميري تهذيب جي خيالي تصوير

ويندي هئي. جڏهن ته اڪاد وارو سامي قبيلو حڪومت هٿ ڪرڻ کان ڪجهه عرصو اڳ عربستان مان لڏي سميرين جي ڌرتي تي آباد ٿيو هو. اڪادي حڪومت ڪجهه ئي سالن ۾ ختم ٿي وئي ۽ 'اُر' جو شاهي خاندان ٻيهر حڪومت ٺاهڻ ۾ ڪامياب ويو. بعد ۾ 1275 ق. م. ۾ ايران جي ايلامي قبيلي سمير تي قبضو ڪيو. ايلامين اُر جي شهر کي تباهه ڪيو. سندن مرڪزي شهر لارسا هو. ايلامي نه سميري هئا ۽ نه ئي سامي هئا بلڪ اهي اتان جي اصلوڪن رهاڪن لاءِ نامعلوم نسل جا هئا. ڪجهه عرصي بعد ڏکڻ عربستان جي اصلوڪن رهاڪن لڏپلاڻ شروع ڪئي ۽ سميريه ۾ آباد ٿيڻ لڳا. جن 2100 ق. م ڌاري ايلامين جي سياسي طاقت کي ختم ڪري بابل جي شهر کي پنهنجي گاديءَ جو هنڌ بڻايو. سميري شروع ۾ حضرت نوح جي ڏنل تعليم تحت هلندا هئا ۽ توحيد جا قائل هئا. خدا کي هڪ ڪري مڃيندا هئا ۽ ماڻهن کي بت پرستيءَ کان روڪيندا هئا. پوءِ آهستي آهستي هو بت پرستيءَ ۾ مبتلا



ٿي ويا. شهرن جي سردارن مرڪزي حڪومت کان بغاوت ڪئي. پنهنجي شهرن ۾ پوڄا لاءِ بت مقرر ڪيا. تيپور شهر وارن اين لل يا ايل لل نالي سان بت مقرر ڪيو، جنهن کي ڌرتيءَ جو ديوتا ڪري پوڄيندا هئا. ان لاءِ پڪين سرن سان هڪ منارو يا مندر پڻ ٺاهيو ويو. لارسا جي شهر وارن سج ديوتا کي پنهنجو خاص ديوتا قرار ڏنو، جنهن کي ٻبار به سڏيو ويندو هو. اريدو شهر وارن پاڻيءَ جي ديوتا اينڪي کي عبادت لائق سمجهيو. ان کان سواءِ ٻيا به ڪيترائي ديوتا مقرر ڪيا ويا، جن لاءِ الڳ الڳ مندر پڻ تعمير ڪيا ويا. هر مندر کي خاص لشڪر، خاص ڳائڻا ۽ نوڪر مليل هوندا هئا. انهن جو خرچ مندرن کي مليل جاگير مان حاصل ڪيو ويندو هو ۽ ان کان سواءِ ماڻهو مندرن لاءِ تحفا ۽ عطيو پڻ ڏيندا هئا. مندرن جا پوڄاري خاص ماڻهن کي تعليم ڏيندا هئا، مندر جو وڏو پوڄاري طاقتور ماڻهو سمجهيو ويندو هو، خاص ڪري شهر جو حاڪم به مندر جو وڏو پوڄاري ٿيندو هو. سميري پهريان ماڻهو هئا، جن لکڻ جو هنر دريافت ڪيو. مٽيءَ جون تختيون سڪائي ان تي لکندا هئا. سندن لکڻيءَ جو نمونو ٽڪنڊو هوندو هو ان کي ڪيونيفارم (Cuniform) چئبو آهي. سميري ڪپڙو اڻيندا هئا، ان مان ڍگها چوغا ٺاهي پائيندا هئا ۽ مٽاڪوڙائيندا هئا. دجله ۽ فرات ندين مان واهه کوٽي زمين آباد ڪندا هئا. زراعت کانسواءِ واپار به ڪندا هئا. سندن واپار خشڪيءَ توڙي پاڻيءَ وسيلي اولهه ۾ مصر ۽ اوڀر ۾ سنڌو نديءَ جي ماٿريءَ تائين هلندو هو. سنڌ ۾ موهن جي دڙي، هڙاپا، ڪوٽ ڏيجيءَ ۽ آمريءَ سان سندن واپاري لاڳاپا هوندا هئا.

**سميري قوم**: تاريخ نويس ڄاڻائن ٿا ته دجله، فرات دوآبي ۾ ڪافي هزارين سال ق. م. کان، هي نسل مصر ۾ فرات نديءَ جي ڪناري آباد رهندو آيو. ڪين پنهنجي الڳ ٻولي پڻ هئي. ڪن تاريخدانن جي چوڻ مطابق سميري قوم جو وجود 4000 ق. م سال اڳ جو آهي ۽ سميري

هولي ڳالهائيندڙ جنهن زمين تي پهرين رهيا، ان کي سمي سڏيو وڃي ٿو. فرات نديءَ جي ڇيڙي تي اغاض/ اڪاد جو شهر سميري تهذيب جو مرڪز هو. هنن جون بادشاهتون اتر ۾ ڪش ۽ ڏکڻ ۾ ڪينيگي تائين هيون. جن مان ڪينيگي جو بادشاهه اينشاخ ڪشا سامي نسل مان هو. هن ڪش فتح ڪري اتان جي مال غنيمت کي پنهنجي ديوتا بعل جي مندر تي پيٽا (نذر) ڪري ڏني.

3000 ق. م. ۾ جڏهن اڪاد ۾ سميري تهذيب عروج تي هئي، تڏهن بابل تي عربستان جي سامي قبيلن قبضو ڪيو. سميرين ان شهر جو نالو مٽائي باب ايلو معنيٰ الله جو دروازو رکيو. جيڪو بعد ۾ بابل سڏجڻ لڳو. بابل جو پهريون سامي بادشاهه سمو آبي 2295 ق. م تخت نشين ٿيو. سميرين جي باري ۾ مؤلف هنٽي لکي ٿو ته: سميري هندستان جي غير آريا نسل مان هئا. اهي سنڌو ماٿريءَ مان نڪري، ٻن دريائن جي ماٿري ۾ خشڪي ۽ بحري ٻنهي رستن سان اتي داخل ٿيا.

اوير جي تاريخ ڄاڻائي ٿي ته: هجرتن ۽ آبادڪارين جي هر دؤر ۾ سميري زبان ۽ تهذيب باقي رهي آهي. سميري قوم زراعت ۽ آبپاشي جي نظام ۾ سڌارا آندا ۽ ڪيترائي شهر پڻ آباد ڪيا. 3400 ق. م کان 2000 ق. م تائين سميري زبان ۽ رسم الخط جو عام دؤر هو. 2000 ق. م سامي قبيلن جي زبان اغاضي آسوريا بابل ۾ عام ٿي، اهڙيءَ طرح سميري لپي (رسم الخط) خود لفاظي زبان جي خاتمي تائين جاري رهي. ماهرن جي راءِ مطابق سميري قديم زبان آهي ۽ سيمري زبان جا چار دؤر چيا وڃن ٿا.

**قديم دؤر 2500، 3100 ق. م**، جنهن جي لپي، قديم سنڌي لپي وانگر اجا پڙهڻ ۾ نه آئي آهي، پر اندازي مان سمجهجي ٿو ته ان ۾ انگن ۽ اکرن جا ڏار ڏار نشان، جدولون، ليڪا چوڪا ۽ درسي مواد شامل آهي.

**پراڻو ڪلاسيڪل دؤر 2300، 2500 ق.م**، دستياب رڪارڊ ۾ خاص طور تي لاگاش جي اوائلي بادشاهن جو احوال ملي ٿو ان ڪانسواءِ تجارتي، قانوني ۽ انتظامي معاملن، خانگي احوالن ۽ دعائيه اکرن ۾ سميري زبان جو ڪثرت سان استعمال ٿيل آهي. هن رسم الخط جو نه صرف پڙهڻ آسان آهي، پر مضمون جي حرفي نحوي صورتن کي پڻ سمجهي سگهجي ٿو.

**سارغون اول 705 کان 722 ق. م**، سندس شاهي خاندان جي دؤر ۾ اغاضي سامي زبان کي سياسي سرڪاري درجو ڏنو ويو پر تمام تحريرون سميري رسم الخط ۾ آهن. ان دؤر ۾ سميري زبان صرف سمر جي شهر ۾ ڳالهائي ويندي هئي.

**نئون سميري رسم الخط جو دؤر:** 200 ق. م ڌاري نئون سميري دو رختم ٿيو جڏهن عربستان مان ٻيا سامي قبائل ڪاهي آيا. ٽيون شاهي خاندان زوال پذير ٿيو ۽ ٻي سامي بادشاهتون وجود ۾ آيون. آئيزن، لارسا ۽ بائبلان. انهيءَ زماني ۾ سميري قوم، سياسي پس منظر تان هٽي ويئي. هاڻي سندن زبان دنيا ۾ ڪٿي به ڳالهائي نه ٿي وڃي. ڪوفي رسم الخط جي ايجاد تائين سميري لپي استعمال ٿيندي رهي.

**سميري لپي** (Sumerian): هيءَ لپي ’تصويري خط‘ جو نمونو آهي، جنهن ۾ هڪ تصوير پوري ماحول جو پتو ڏئي ٿي. سميري دنيا جي قديم لپي آهي، جنهن مان ’خط ميخي‘ يا ڪُنڍن وارو خط (جنهن کي ڪوني فارم (Cuni form) چون ٿا) ايجاد ٿيو. هيءَ صورتخطي ڪاني جي تيليءَ جي گهڙيل قلم سان مٽيءَ جي ٿهيل ڦرهي تي لکي ويندي هئي ۽ قلم کي هيٺ، مٿي پاسيري ڪرڻ سان ڪنڊون پيدا ٿينديون هيون.

| | 3200 BCE | 3000 BCE | 2400 BCE | 1000 BCE |
|---|---|---|---|---|
| sag 'head' | | | | |
| gin 'to walk' | | | | |
| šu 'hand' | | | | |
| še 'barley' | | | | |
| ninda 'bread' | | | | |
| a 'water' | | | | |
| ud 'day' | | | | |
| mušen 'bird' | | | | |

سميري دنيا جا پهريان ماڻهو آهن، جن ’تصويري خط جي جاءِ تي Logo phonetic خط ايجاد ڪيو، جو ڪيترين صدين تائين وچ اوڀر جي ملڪن جي اڪثر قومن وٽ رائج رهيو. هيءَ صورتخطي بابلي، اشوري، ڪلداني، ڪنعاني ۽ امورو قومن وٽ مقبول هئي. آرين ۾ ڪشاتي (Kushite)، مِتاني (Mitani) ۽ هخامنشي/ اڪادي (Achaemanias) خاندان به هن صورتخطيءَ مان فائدو ورتو. 5000 سال اڳ هن صورتخطيءَ جا نشان ميسوپوٽيما مان مليا آهن، جتان ويهه هزار ڪونيفارم ڦرهيون لڌيون ويون، جن تي ڪي واپارڪا نشان دريافت ٿيا، اهي ننڍيون ننڍيون ڦرهيون جنسن جي نالن ۽ ڳڻپ جا نشان ٻڌائين ٿيون. حساب ڪتاب لاءِ انهن جا ڌار نمونا ٺاهيا ويا. اشور بني پال جا دستاويز به هن لکت ۾ نينوا جي ڪنڊرن مان لڌا ويا. حمورابي قانون به هن خط ۾ اڪريل صورت ۾ مليا هئا.

هيءَ ٻولي 3300 ق. م کان شروع ٿي ۽ 100 صدي عيسويءَ تائين رواج هيٺ رهي.

سميرين وٽ ڳڻپ جو به شاندار سرشتو هو. هُو هڪ کان 60 تائين ڳڻندا هئا ۽ ضرب ڪندا هئا. وٽن ڏهائي سرشتو به موجود هو. اڄ تائين سميرين جو ايجاد ڪيل ڪئلينڊر استعمال هيٺ آهي، جنهن ۾ 355 ڏينهن هئا، جنهن کي هاڻي ٿورو سڌاريو ويو آهي.

توڙي جو هيءَ لپي ڏکڻ ايشيا جي ڪنهن به ٻوليءَ جي لکڻ ۾ ڪانه ٿي اچي، پر ڏکڻ ايشيا جا خاص ڪري سنڌ جا، ’ار‘ سان قديم ماضيءَ ۾ گهاٽا ناتا رهيا هئا، ان ڪري هيءَ لپي سنڌ ۾ ضرور معتارف ٿي هوندي. توڙي جو ان جا ڪي نمونا نه مليا آهن.

**سميع الله ڪلهوڙو:** قومپرست اڳواڻ شهيد سميع الله ولد عبدالواحد ڪلهوڙو، 5 جنوري 1966ع تي ميهڙ شهر ۾ پيدا ٿيو. شروعاتي تعليم ڪان مئٽرڪ تائين ميهڙ ۾ پڙهيو ۽ سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ماسٽرس جي ڊگري حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ 1987ع ۾ کيس سنڌ يونيورسٽيءَ جي ورڪشاپ ۾ ٽيڪنيشن طور نوڪري ملي. سميع الله سياست جي شروعات 1980ع کان 'چڻنگ سنگت' ۽ 'لطيف سنگت' کان ڪئي. ٿوڙهي ڦاٽڪ سانحي خلاف احتجاج دوران کيس گرفتار ڪيو ويو، جنهن جي نتيجي ۾ ڪورٽ مارشل سان گڏ کيس ضلعي بدر پڻ ڪيو ويو. هيءُ بنيادي طور تي جيئي سنڌ محاذ سان لاڳاپيل رهيو ۽ ضلعي عهدن ڀرپور نموني سان پنهنجون ذميواريون نڀائيندو رهيو. اهڙيءَ طرح هيءُ سنڌي پورهيت سنگت ڄامشورو ۽ ميهڙ ۾ مختلف تنظيمن ۾، مختلف عهدن تي ڪم ڪندو رهيو. سائين جي. ايم سيد جي وفات ڪانپوءِ جيئي سنڌ محاذ ۽ جيئي سنڌ تحريڪ جو اختتام ٿيو ۽ جيئي سنڌ قومي محاذ جو بنياد پيو ته هيءُ ڀريان دادو ضلعي جو آرگنائيزر، سيڪريٽري ۽ جسقم ضلي دادوءَ جو صدر رهيو. ان بعد جڏهن 25 نومبر 2000ع تي جيئي سنڌ متحده محاذ جو بنياد پيو ته هن کي ان جو سينئر وائيس چيئرمئن چونڊيو ويو. سميع الله ڪلهوڙي جيئي سنڌ ۾ مختلف عهدن تي رهندي تمام گهڻو ڪم ڪيو.



هن سنڌ جي سياسي ۽ سماجي مسئلن تي ڪيترائي ڀرپور مضمون لکيا. هن ڪيترن ئي ڌرڻن، مظاهرن، جلسن ۽ جلوسن جي اڳواڻي ڪئي ۽ سنڌ جي هر ننڍي توڙي وڏي مسئلي تي سيني ڪان اڳيرو ٿي جدوجهد ڪندو رهيو. سميع الله ڪلهوڙي 25 نومبر 1995ع تي شهدادڪوٽ مان شادي ڪئي، مٿس فڪري طور تي سائين جي. ايم سيد ڪانپوءِ عبدالواحد آريسر جي شخصيت جو گهرو اثر هو جنهنڪري جڏهن سندس شادي پئي ٿي ته هن جو اصرار هو ته سندس نڪاح عبدالواحد آريسر پڙهائي. ان بعد جڏهن کيس ڀريون پٽ ڄائو ته هن ان جو نالو به عبدالواحد رکيو. ڀرپوءِ جلد ئي هن ۾ وڏي تبديلي آئي، جو هي عدم تشدد واري راهه کان پاسيرو ٿي ويو ۽ جيئي سنڌ متحده محاذ ۾ ڀرپور عملي جدوجهد ڪرڻ لڳو. سميع الله ڪلهوڙي کي سنڌ يونيورسٽيءَ جي ورڪشاپ شعبي مان ڪجهه ادارن اغوا ڪري گم ڪيو. مٿس سخت تشدد ۽ ٽارچر ڪيو ويو. سندس جسم ۾ ڊرل مشين سان سوراخ ڪيا ويا. اهڙيءَ ڳڻتيءَ جوڳي حالت دوران هو 13 فيبروري 2005ع تي پنهنجي هڪ ساٿيءَ سميت وجهه وٺي هالا ٽاٽي جي ڪوارٽر مان فرار ٿيو، پر سخت تشدد ڪري هو سخت بيمار ٿي پيو هو ۽ زير علاج هو جتي 5 مارچ 2005ع تي هو شهيد ٿي ويو. کيس سنڌ يونيورسٽيءَ جي سامهون ڄام شوري جي قبرستان ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو.

سندس شخصيت تي مختلف اديبن ۽ شاعرن جي لکيل ڪالمن جو مجموعو 'ڌرتيءَ جو شهيد' ناليواري شاعر ۽ صحافي آزاد انور ڪانڌڙي سهيڙي شايع ڪرايو.

**سميع بلوچ:** ناميارو شاعر، هدايتڪار ۽ پروڊيوسر سميع بلوچ، 19 آڪٽوبر 1955ع تي ڳوٺ حاجي عطا محمد لنڊ، ضلعي خيرپور ميرس ۾ ڄائو. سندس پورو نالو سميع الله بلوچ ولد حاجي غلام مرتضي لُنڊ آهي. هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان، مئٽرڪ سينارجا هاءِ اسڪول مان، انٽرميڊيئيٽ گورنمينٽ فيڊرل ڪاليج اسلام آباد مان ۽ ايم. اي (انٽرنيشنل رليشنز) جي ڊگري شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپورميرس مان حاصل ڪئي.



سميع بلوچ، پاڪستان ٽيليويزن ڪارپوريشن ڪراچيءَ سينٽر تان، 16اپريل 1984ع ۾ سنڌي ڊرامن ۽ سنڌي موسيقيءَ جي پراڊڪشن ۽ ڊائريڪشن سان پنهنجي فني زندگيءَ جي شروعات ڪئي.

سميع بلوچ، پي. ٽي. وي ڪوئيٽا سينٽر تان 1988ع کان 1992ع ۽ اسلام آباد سينٽر تان 1992ع کان 1994ع تائين ڪافي تعداد ۾ اردو، بلوچي، براهوي، پنجابي ڊراما ۽ مختلف موسيقيءَ جا پروگرام پيش ڪري چڪو آهي. ان دوران 1990ع ۾ جپان بہ ويو ۽ NHK جپان ٽيليويزن تان هن پراڊڪشن جي ٽريننگ بہ حاصل ڪئي.

سميع بلوچ، 1977ع کان شاعريءَ جي حوالي سان پنهنجي سڃاڻپ پيدا ڪئي. سندس ڪيترا ڪلام سنڌ جي مشهور فنڪارن ڳايا آهن، جن مان 'تنهنجي ياد جي وري آ وير' ۽ 'هوءَ ڪيڏي نہ بي چئي آ' ۽ ٻين ڪافي ڪلامن بيحد مقبوليت ماڻي. کيس شاعريءَ سان گڏ فوٽوگرافيءَ سان بہ دلچسپي آهي.

سميع بلوچ، پي. ٽي. وي تي ڪيترن ئي فنڪارن کي متعارف ڪرايو جن ۾ سرمد سنڌي، احمد مغل، راجا مدثر هاليپوٽو، صنم ماروي، شبانہ پروين، ممتاز ڪنول، شبنم نواز ۽ ٻيا شامل آهن، جيڪي اڄ بہ سنڌ جا مشهور فنڪار آهن.

سميع بلوچ جي شاعريءَ جو ڪتاب 'خوابن جا خواب' عنوان سان ڇپائيءَ جي مرحلي ۾ آهي، کيس بهترين ڊراما هدايتڪار ۽ موسيقيءَ جي بهترين پروڊيوسر جا چار پي ٽي وي اوارڊ پڻ ملي چڪا آهن. اڄڪلهه سميع بلوچ پي ٽي وي نيشنل تي پروگرام مئنيجر جا فرائض سرانجام ڏئي رهيو آهي.

**سن (سنڌوءَ جو قديم بندر):** سن، سنڌ جو قديم شهر، سنڌو درياهه جو پراڻو بندر ۽ سنڌ جو اهم پرڳڻو رهيو آهي. سن جي قدامت صدين تي محيط آهي. نئَن رني ڪوٽ، جنهن کي نئَن موهن به سڏيو ويو آهي، ان کي قديم وقت کان نئَن سن به سڏيو ويجي ٿو هي نئَن سن جي قدامت جي ساکي آهي ۽ سن شهر جي اتر طرف کان لڳولڳ، صدين کان وٺي سنڌوءَ ۾ چوڙ ڪندي آهي. هن نئَن جو پاڻي ايڏي تيزيءَ ۽ چوهه سان درياهه ۾ داخل ٿيندو آهي، جو جبلن تان آنڌل پٿر درياهه جي هئي پار پڃاڻي ڇڏيندي آهي. چيو ويجي ٿو ته ماضيءَ ۾ هيءَ نئَن شينهن به لوڙهي ايندي هئي. سن جو شهر ستين عيسوي صديءَ ۾ به سن بندر، شهر ۽ تڏ جو وجود هو. عام طرح سن جي قدامت سيوهڻ برابر ليکي ويندي آهي. رني ڪوٽ کي محققن روڻ ڪوٽ، راڻي ڪوٽ ۽ نئَن رني ڪوٽ جي نالن سان به سڏيو آهي، پر هن ڪوٽ جي نسبت 'نئَن رني' جي نالي سان 'رنيڪوٽ' سڏي وئي. 'ران' لفظ جي قديم پهلويءَ ۾ معنيٰ 'پاڻي' آهي. رني ڪوٽ جي اپرندي دروازي کي 'سن دروازو' نالو سن جي عظمت جو اهڃاڻ آهي. مغلن جي دؤر ۾ سيوهڻ ڪانپوءِ وڏو انتظامي پرڳڻو سن هو، جتي مغلن جا گورنر رهندا هئا. سنڌ جا مرد مجاهد، جيڪي حملي آورن سان مهاڏو اٽڪائيندا هئا ۽ ڍل يا ڏن نه ڀريندا هئا، تن ۾ سن جا رهاڪو به شامل هئا. سن ارغونن جي دؤر ۾ پرڳڻو هو. ارغونن جو وڏو مخالف شاهه حيدر سنائي هو، جنهن شاهه بيگ ارغون جي مرشد ميران محمد مهدوي جونپوريءَ جي ارغون تسلط کي سنڌ ۾ قائم رکڻ لاءِ مذهبي تحريڪ جو داعي بنجي سنڌ ۾ آيو ته دولهه دريا خان ۽ جام نظام الدين جي هدايتن تي محب وطن سيد حيدر سنائي جونپوريءَ سان سن وٽ درياهي جنگ ڪري سنڌن هيڙا ساڙايا. سيد حيدر سنائيءَ جي درگاهه اڄ به سن ۾ موجود آهي، جتي هر سال عرس ٿيندو آهي. سائين جي. ايم. سيد، شاهه حيدر سنائيءَ جو چوڏهون سجاده نشين هو. شاهه ارغون سان جنگ ۾ حيدر سنائي، مخدوم بلاول جو ساٿي هو ۽ سندس چوڻ تي تڙ جي راڻي رڻمل پنهنجن دلير سائين ۽ ساٿيءَ جي سهمتن سان گڏجي جنگ ۾ حصو ورتو هو. پهرين ٽلٽيءَ جي جنگ ۾ شاهه بيگ جي پٽ شڪست کاڌي هئي ۽ ارغونن جي لشڪر گاهن جي ڳوٺ ۾ وڃي دم پٽيو هو. چند ڏينهن ڪانپوءِ سيوهڻ مان ترخانن، ارغونن ۽ خشڪي توڙي هيڙين رستي هڪ وڏو لشڪر وٺي رات جو ٽلٽيءَ کي گهيرو ڪيو. پره ڦٽيءَ جو جنگ لڳي، جنهن ۾ ارغونن سنڌي سپوتن تي پوئين پاسي کان حملو ڪيو. هن ٽلٽيءَ واري جنگ ۾ راڻو رڻمل، سهتا ۽ ٻيا ڪيترا سورما شهيد ٿي ويا. هن جنگ کان ٿورو عرصو پوءِ مخدوم بلاول کي گهاڻي ۾ پيڙايو ويو هو سيد حيدر سنائي مخدوم بلاول جو وڏو خليفو ۽ دوست هو.

سن جا ملاح اوائلي دؤر کان وٺي ساموندي وڻجارا ۽ هيڙائتا هئا. سمنڊ جي واپار سان گڏ سن بندر تي به سنو واپار هلندو هو. سن جا ميمڻ ۽ هندو وڏا سڪر ۽ واپاري ماڻهو هئا، جن جو دنيا سان واپار هلندو هو. ربيع جي فصل ۾ چيٽ، چانيو سرنهن، توريو ايلسي، چڻا، مٽر جو ڏيساور موڪليندا هئا. مال ذخيرو ڪرائي ڇڏيندا هئا ۽ پوءِ هزارين بلڪ لکين من مال جو سودو ڪري، هيڙين رستي ٻين شهرن ۽ ملڪن ڏانهن موڪلي ڏيندا هئا. خريف ۾ جوئر باجهري، مڪئي، تر منگ، راهان، سن ۽ پسگردائيءَ ۾ جام ٿيندا هئا، جيڪي واپاري خريدي ٻاهر موڪليندا هئا. ڪدو به سن جي آسپاس ڏاڍا ٿيندا هئا، جيڪي هيڙين رستي ڪچي شاهه بندر ويندا هئا. سن کان ميها به هيڙين رستي ٻاهر ويندا هئا. سن بندر کان گهڻو زمانو اڳي هيڙين رستي ڪاچي ان، اٺن ۽ گهوڙن جا چانديءَ جا ساز، ڏاندن ۽ اٺن جون جهلون، ڪاچي جا اٺ سن بندر تان ساموندي هيڙين تي نار جي ملڪن ڏانهن عرب سوداگر وٺي ويندا هئا. هتان ڪاچي جا اٺ، جن کي 'ڪاچي اٺ' چئبو هو اهي لس پنڌ ۾ تڪا ٿيندا هئا. ان دؤر ۾ سنڌ جا ماڻهو اٺن جا سنا نسل ڌاريندا هئا. ڪنهن زماني ۾ سن ۾ ان تورڻ جون پيش جون چليون، گلن سان ڏاڍيون سهٽيون ٺهنديون هيون. وڏا چپا، جن ۾ پلا ۽ مڇيون ڏيساورو وجهي موڪلبا هئا، سي به ٺهندا هئا. اهو چلين ۽ چبن جو واپار سن کان سکر ۽ شاهه بندر تائين سنڌوءَ جي سمورن بندرن سان هيڙين رستي هلندو هو. پيش جو ڪم ته ويجهي ماضيءَ تائين به سن ۾ ٿيندو هو. سن نئَن جو ذڪر چچ نامه ۾ به آهي، جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته سن نئَن قديم زماني کان وهندي رهي آهي. چچ نامه ۾ ذڪر آهي ته ديبل کان سيوهڻ وچڻ لاءِ هڪ ندي وهيل هئي، ان ڪري ڪجهه عرصو عربن جو لشڪر ترسي پيو. اها نئَن دراصل سن نئَن هئي، جيڪا برساتن ۾ ندين وانگر وهندي هئي. اها نئَن ايڏي ته چوهي وهندي هئي، جو وهڪري ۾ ان مان ٻيڙي تپي نه سگهندي. اڄ به هن نئَن جي تک جو اهو حال آهي، جو ڪجهه سال اڳ تائين جڏهن ان نئَن تي سن سامهون پل ٺهيل نه هئي ته اها نئَن گوڏي جيڏي پاڻيءَ ۾ ان جي پريل ترڪ اونڌي ڪري ڇڏيندي هئي. مغلن جي دؤر حڪومت ۾ سن پرڳڻي ۾ لڪيءَ کان ڀڏاپور ۽ انڙپور تائين وارو علائقو سن جي گورنر جي هٿ هيٺ رهندو هو. سن جا رهواسي ارڏا هوندا هئا. نادر شاهه جي وقت ۾ اهڙا تاريخي حوالا ملن ٿا. خود سن ۾ چانوٽي قائم هئي، ۽ سائين جي. ايم. سيد جي والد محمد شاهه جي نظرداريءَ لاءِ پوليس مقرر هوندي هئي. انگريز دؤر ۾ به سن واپاري مرڪز هو. سن بندر تي سنائي ملاحن ڪانسواءِ سنڌو درياهه جي ٻين ڪيترن تڙن جون ٻيڙيون اچي بيهنديون هيون. ڪي مال ڪٽي اينديون هيون ته ڪي سن تڙ تان پرجي ٻين بندرن لاءِ وينديون هيون. هڪ زماني ۾ سن پتڻ جي پاتڻين جون خاص پتڻ لاءِ چار ٻيڙيون وڏيون هونديون هيون. سنڌ جو مشهور پتڻ آهي، جيڪو ڪنهن به دؤر ۾ به بند نه ٿيو آهي. 1983ع ۾ ڏاڙيلن جي دؤر ۾ ڪجهه وقت لاءِ بندر ٿيو هو. جو (درياهه پار) ٻيلي ۾ ڪي ياڳيلا ڏاڙيل اچي رهيا هئا. سن انگريزن جي دؤر کان سياست جو مرڪز رهيو آهي. سائين جي. ايم. سيد، مهاتما گانڌيءَ سان 1921ع ۾ سن ريلوي اسٽيشن تي 16 سالن جي عمر ۾ ملاقات ڪئي هئي ۽

سندس تحريڪ کان متاثر ٿي سن ۾ آڏاٽا قائم ڪرايائين، جتي ڪاڏيءَ جو ڪپڙو ٺهندو هو. ترڪن لاءِ 1919ع ۾ ننڍي ڇمار ۾ سن مان چندو گڏ ڪرايائين. قيام پاڪستان کان اڳ سائين جي. ايم. سيد ڪانگريس، سنڌ عوامي محاذ، مسلم ليگ پارٽين سان لاڳاپيل رهيو. سنڌ اسيمبليءَ ۾ 1943ع ۾ پاڪستان جو ٺهراءُ پاس ڪرايائين. 1946ع ۾ وزيراعظم ۽ ليبر رهڻ وقت سنڌ يونيورسٽي، سنڌي ساهت لاءِ صلاحڪار بورڊ ۽ ٻيا ڪيترا علمي ادبي ادارا قائم ڪرايائين. سائين جي. ايم. سيد جي والد جي ارڏائيءَ سبب انگريزن مٿس نظرداريءَ لاءِ سن شهر ۾ 'چٽي پوليس' مقرر ڪئي هئي.

سن شهر جا هندو ڪلهوڙن جي حڪومت خداآباد لڏي آيا هئا، جن جو مکي ميان نور محمد ڪلهوڙي جو صلاحڪار هو. سن اڄ تائين تعلقي جو وڏو واپاري مرڪز هئڻ سان گڏ علمي، تعليمي ۽ سياسي مرڪز پڻ آهي. سن شهر جي آدمشماري 30،000 کان مٿي آهي. ڊگري ڪاليج، بوائز هاءِ اسڪول، گرلس هاءِ اسڪول، پنج پرائمري اسڪول، اسپتال، جانورن جي اسپتال، زرعي مرڪز، ٽاٽو، واٽر سپلاءِ ۽ بجليءَ جي سهوليت موجود آهي.

**سنا** (Senna/(Cassia Auguslizolia: هي هڪ قسم جو ٻوٽو آهي، جيڪو حڪمت جي ڪم اچي ٿو. هن ٻوٽي جو سنو قسم حجاز مقدس ۾ ٿئي ٿو. ان ڪري 'سنا مڪي' پڻ سڏيو ويندو آهي. هي ٻوٽو قد ۾ ماٿهو جيڏو ٿيندو آهي. هن جا پن گهوٽي مختلف دوائن ٺاهڻ ۾ ڪم آندا ويندا آهن. هن مان ٺهيل دوا قبضي جي بيماري لاءِ خاص استعمال ڪئي ويندي آهي. ان ڪانسواءِ ٻين ڪيترين ئي بيمارين جي دوائن لاءِ هن ٻوٽي جو استعمال ٿئي ٿو.

**سناتن ڌرم** (Sanatan Dharma): سناتن ڌرم، هندستان يعني نندي ڪنڌ جو قديم ويدڪ ڌرم آهي. نندي ڪنڌ ۾، عقيدو، ويساهه ۽ ڌرم جا لفظ ڌرم جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندا آهن. ان جو مفهوم آهي: "جنهن تي هر شيءِ بيٺل هجي". قديم تهذيب ۽ فلسفي ۾ اهو نظريو انوکو ۽ بي مثال آهي. ڌرم سنسڪرت جي لفظ ڌر يعني ڌارڻ ڪرڻ، اختيار ڪرڻ يا بيٺل هجڻ تان ورتل آهي. اهو هر حوالي کان ٻڌيءَ ۾ هم آهنگي پيدا ڪرڻ لاءِ سيني ڳالهين يا شين کي سهارو ڏيندڙ قاعدو يا سرشتو آهي.

عقيدو يا ڌرم رڳو مذهب ناهي، جيئن مغربي دنيا وارا يا جيئن اڄ ڪلهه جي جديد دور ۾ سمجهيو وڃي ٿو. جديد مفهوم ۾ ڏٺو وڃي ته هندستاني هر شهريءَ جو عقيدو پنهنجي سماج جي سيني ماڻهن طرفان لاڳو ڪيل فرض آهي. گيتا موجب سماج ۾ هر فرد جي پنهنجي واٽ ۾ جنهن ۾ هن جنم ورتو آهي، هر هڪ جو مخصوص پنهنجو فرض آهي.

شنڪر آچاريا پنهنجي 'برهم سوتر ڀاشيه' ۾ ڌرم جي وصف هيئن ڏني آهي ته: "جيڪو دنيا ۾ استحڪام ۽ سيني شين ۾ خوشحالي ۽ برڪت آڻي ٿو، اهو ڌرم آهي." هندستاني مڪتبِ فڪر ميماسا جي مطابق حڪمن جي بجا آوري ڌرم آهي. رامائڻ ۾ چيل آهي ته: "ڌرم دنيا ۾ سڀ کان مٿي آهي. ۽ سچائي جو بنياد ڌرم آهي.

عقيدو زندگيءَ جي سرگرمين کي هم آهنگي ۽ رستو ڏسي ٿو. اهو هڪ اخلاقي يا سماجي اصول لاڳو ڪندڙ مسلڪ يا فرقو ناهي. عقيدي يعني ڌرم جو مقصد انسان کي انهيءَ طبعي سطح کان مٿي ڪڍڻ ۽ اعليٰ تر سطح تي پهچائڻ آهي. زندگيءَ جا چار مقصد انهيءَ ڌرم تي حڪمراني ڪن ٿا، يعني: عقيدو، ملڪيت، ڪام ۽ موڪش.

ڌرم جو مقصد ٻه پاسائون آهي: هڪ ته ان جو واسطو انسان جي سماجي زندگيءَ سان آهي، ٻيو ته اسان جي آتمڪ يعني روحاني زندگيءَ سان آهي. يعني ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ تيار ڪرڻ. سماجي حوالي سان ڌرم انسان جي عمل/ ڪرم کي باضابط بنائڻ ۽ ماڻهوءَ جي ڪردار کي موزون قسمن جي سانچي ۾ پلٽائڻ آهي. هو جڏهن ڌرم تي عمل ڪندو آهي ته هو انسان ۽ سماج تي تن، من ۽ ڌن قربان ڪندو آهي، نتيجي ۾ ترقي ۽ خوشحالي حاصل ٿيندي آهي. مطلب ته ڌرم ٻه انسان جي جسم ۾ ساهه وانگر سماج جي جياپي جي قوت آهي.

**سناتن ڌرم ۾ دراوڙن جو حصو:** هندستان جي ويدڪ ڌرم يا سناتن ڌرم ۾ دراوڙن جو ٻه ڪجهه حصو آهي. موجوده هندو ڌرم ۾ ان جي اثرن جي کوج لڳائي سگهجي ٿي. موهن جي دڙي مان مليل ڪجهه مهرون ۽ هڙپا مان مليل ننڍا مجسما، پٿرن جون مورتيون وغيره ڌرمي عقيدن، منترن وغيره جو ثبوت آهن. ماتا ديويءَ (Mother Godess) جو فرقو سنڌو ماتر جي تهذيب جي دور ۾ وڏي پئماني تي عام هو. ان فرقي جا ماڻهو عورت جي قوت ۾ سيني تخليق جي سرچشمن طور يقين رکندا هئا. اعليٰ ترين قوت جي ڪنهن شڪل يا علامت جي پوڄا جي رسم ۾ ديوتائن کي ڳلن، ميون، پاڻيءَ جي انجلين، ديوين ۽ ديوتائن کي شينهن، ڊڳي، وڻ، جبل وغيره جهڙيون علامتون دراوڙي ميراث جون نشانيون آهن. تنترن ۽ منترن ۾ يقين به دراوڙن جي ميراث مڃي وڃي ٿي. موهن جي دڙي مان مليل هڪ مورت 'مدر گاڊيس' جي آهي، جڏهن جي جنسي عضوي مان سلو ڦٽندي ڏيکاريو ويو آهي، جيڪو تخليق جي علامت ظاهر ڪري ٿو. آرين جي تهذيب ۽ خاص ڪري انهن جي فلسفياڻي سوچ ۽ پهرئين هزار سال جي دوران ڌرمي منترن جي باري ۾ اسان کي انهن ڪتابن مان خبر پوي ٿي، جن کي مجموعي طرح 'ويد' چيو وڃي ٿو. قديم عقيدي يعني سناتن ڌرم موجب ويد لافاني، غير تخليقي ۽ بي ازل آهن.

ويدن جا ٻه وڏا حصا آهن: پهريون حصو منتر يا سمهتا ۽ ٻيو برهمڻ آهن. هر هر پڙهڻ ۾ ايندڙ منتر آهن ۽ سمهتا جو مطلب آهي: گڏ ڪيل. برهمڻ رڳو پوڄا ۽ يگيه يا هون جي رسمن تي زور ڏين ٿا. انهيءَ جا ٽي حصا آهن: (1) برهمڻ، (2) آرٽيڪ ۽ (3) پرساد.

ويدن جو ڪل تعداد چار آهي: (1) رگ ويد، (2) سام ويد، (3) يجر ويد، (4) اٿر ويد.

(1) رِگ ويد سينيءَ ۾ پراڻو آهي، جنهن ۾ اهو ٻڌايل آهي ته فيلسوفاڻي

سوچ، ڌرم، تصورات ۽ ٻين لاڳاپيل احساسن ۽ جذبن انساني ذهن ۾ ڪئين جنم ورتو.

(2) سام ويد ڀڄنن جو مجموعو آهي. هن کي جدا ڪتاب نٿو چئي سگهجي، ڇو ته هن ۾ ڪافي سارا ڀڄن رگ ويد مان ڪنيا ويا آهن.

(3) يجر ويد ۾ قربانيءَ جي وقت جپ ۾ استعمال ٿيندڙ منتر آهن. هن ويد جون ٻه صورتون- شڪل يجر ويد ۽ ڪرشن ويد آهن.

(4) چوٿين ويد اٿرو ويد ۾ انساني حقيقي زندگيءَ سان لاڳاپيل بنيادي موضوع شامل آهن. هن ۾ نثر ۽ نظم جي صورت ۾ ايشور سان مخاطب ٿيل منتر آهن. ڪجهه نظم فيلسوفاڻي اهميت وارا به آهن.

ويدڪ دور ۾ اهم ديوتا- اگني، سوريه، ورڻ، رُدر، اُوشا ۽ سرسوتي هئا. پر پوءِ پوئين زماني ۾ وشڻو، شِو لڪشمي، ڪالي ۽ ٻين ديوتائن جي پوڄا ڪئي ويندي آهي. ويدڪ ڌرم موجب آريه آوامن يعني 'آتما جو هڪ جسم مان نڪري ٻئي ۾ داخل ٿيڻ' ۾ ويساهه آهي.

**اُپنشد:** اپنشد مختلف دورن جي بيشمار رشين قلمبند ڪيا. اهي فلسفي جو هڪ باربط يا باقاعده نظام پيش نٿا ڪن. اهي آتم گُرن جي قولن تي ٻڌل اُپديش آهن، جن کي اونهي ڌيان جي ذريعي اعليٰ ترين سچائي جي جهلڪ ڏٺي. انهن جو طريقي ڪار منطقيءَ جي بدران تاليدي آهي، ۽ اصل مقصد ايشور، انسان ۽ آسپاس جي دنيا جي باري ۾ ايشوري گيان حاصل ڪرڻ لاءِ انساني ذهن جي فطري خواهشن کي پورو ڪرڻ آهي. اپنشدن نندي ڪنڌ جي فڪر ۽ فلسفي تي ڪافي اثر وڌا. هندستان جا سڀ فڪري ۽ فيلسوفا نظام ۽ عقيدا اپنشدن مان ئي نڪتا، جن کي 'ڇهه درشن' يا 'ڇهه اُپ انگ' چئجي ٿو اهي سڀ هڪ وگيان هڪ گيان ڏين ٿا، جنهن وسيلي هڪ آتما ئي سچ ٿي لڳي ۽ ٻيو سڀ آ سچ.

اپنشد ويدن جو آتم گيان (روحاني علم) آهين، جيڪي مرڪزي طور هينين تخليق جي نظرين کي واضح ڪن ٿا.

مادو ايشور کان الڳ وجود رکي ٿو. (2) ايشور سرشٽي (ڪائنات) جي اُتپتي (پيدائش) شونيه (ڪجهه به نه) مان ڪئي ۽ هُوئي سرشٽيءَ جو هلائيندڙ آهي. (3) ايشور ۽ دنيا هڪٻئي جو عڪس يا اولڙو آهن، (4) رڳو ايشور ئي سچ آهي.

**پراڻ:** رامائڻ، مهاڀارت ۽ ڀڳوت گيتا آڳاٽي زماني جا طويل وير رس ڪاويه يا Epics دنيا جون ساهتڪ ۽ ڌرمي فيلسوفاڻي تاريخ ۾ بي مثال اهميت رکن ٿيون. فلسفي جي مختلف سرشتن يعني سانکيه يوگ، ويدانت، شِو شڪتي وغيره سڀ انهن طويل رزميه نظمن ۾ بيان ڪيل آهن.

**رامائڻ:** رام جي ڪهاڻي رامائڻ، هندستاني تهذيب کي زندهه رکيو آهي ۽ اسان جي زندگيءَ جي قوت کي اخري مقصد يعني سچ جي حاصلات جو رستو متعين ڪيو هن وير ڪتا ۾ رام هرسني ۽ نيڪ شيءِ جو مجسمو ۽ سموري دنيا جي نيڪيءَ جو مظهر آهي. سندس انداز تمام نِت نئون ۽ چمتڪاري آهي. رامائڻ جي سموري نظم ۾ محبت، همت، بهادري ۽ سنجم جو تمام اعليٰ انداز پيش ڪيل آهي. هيءَ هڪ ادبي تصنيف آهي، جنهن ۾ ٻه اهم پهلو ڏيکاريل آهن. هڪ حقيقت پسندانه ۽ ٻيو رومانوي. ڪردار عام طور انساني، انسان کان مٿيرا ۽ نيم انساني آهن. رامائڻ ۾ نرمائي وارو طريقو نظام ڪاري، جنگ ۽ زندگيءَ جا ڪجهه ٻيا سماجي پهلو به پيش ڪيل آهن. رامائڻ ۾ ڌرم، اخلاقيات، فلسفو راڄنيتي، تاريخ، سماجيات ۽ معاشيات جهڙا موضوع به چِٽا نظر اچن ٿا. هڪ شاعراڻو فن ۽ تاريخ جو نمونو هئڻ کان سواءِ رامائڻ هڪ 'ڌرم شاستر' به آهي. سچائي جي تعليم ڏيندڙ پاڪ پوتر ڪتاب رامائڻ مختلف ڪردارن جي طاقت ۽ ڪمزوري سامهون آڻي ٿي. رام آريائي زندگيءَ جي اعليٰ تصور جو مجسمو آهي. هو هڪ پروسي جوڳو ۽ فرض شناس پُٽ، شفيق پاءُ، محبت ڪندڙ مُڙس، سختگير ۽ سنگ دل ويڙهاڪ، سورمو ۽ هڪ مثال راجا به آهي. لڪشمڻ ۽ ڀرت مثال ڀائرن جا نمائندا آهن، جڏهن ته سيتا سيل ونتي ۽ باوفا زال ۽ دسرٿ ۾ عورت جي حُسن لاءِ مرداڻي ڪمزوري ڏيکاريل آهي. جنهن جي ڪري نه رڳو هو خود بلڪ سندس سموري راڄائي برباد ٿي وئي.

**مهاڀارت:** هن ۾ سمورا باب ڌرم، فلسفي ۽ ادب جي باري ۾ آهن. مهاڀارت ويدڪ صحيفي جي حاڪميت تسليم ڪري ٿي. هن ۾ متعدد مذهبي ۽ فلسفيانه فرقن جو ذڪر به ملي ٿو.

**ڀڳوت گيتا:** مرڪزي طور تي فلسفي جا حقيقي قاعدا سيکاري ٿي. ڪرم، ڀڳتي، گيان، جهڙي ريت جاهل پنهنجي مقصد لاءِ ڪرم ڪن ٿا. اهڙي طرح گياني بي لوث ٿي سنسار جي آنند ۽ اطمينان لاءِ ڪرم ڪن ٿا. اگياني جو عمل/ ڪرم ٻنڌن جو سبب ٿئي ٿو پر گياني جو ڪرم ڇوٽڪارو ڏياري ٿو ڦل يا صلي جي اميد رکڻ کان سواءِ مسلسل ڪرم ڪرڻ ڀڳوت گيتا جي بنيادي تعليم آهي. يعني ڪرم جو مقصد پنهنجي غرض پوري ڪرڻ نه بلڪ ٻين جي شيوا ڪرڻ هئڻ گهرجي.

ڀڳتي، پريم ۽ جُڙئي رهڻ جي راهه آهي. انهن مطابق سيني مذهبن جو حتمي مقصد محبت جي ذريعي حاصل ڪري سگهجي ٿو. محبت تخليقي قوت آهي ۽ تخليق جي ذريعي اسان خوشي ۽ امرتا حاصل ڪريون ٿا. ايشور سان لازوال ۽ اعليٰ ترين محبت ڪري اسان ڇوٽڪارو ماڻي سگهون ٿا.

**ڀچاڙي:** هندو ڌرم کي ازلي ڌرم سناتن ڌرم چيو وڃي ٿو اهو انهي ڪري ازلي آهي جو ايشور ئي حقيقي ۽ ازلي آهي. اها اولين ۽ آخري حقيقت آهي، جا سموري ڪائنات تي ڇانيل آهي. اها فقط حقيقت جيڪا سيني تي ڇانيل آهي. ڪائنات جي طاقتور ۽ مادي علت آهي. آتما ايشوري اهي ۽ ڪُل ڪائنات اڪيلي اتما جو روپ آهي. ايشور اسان جي اندر آهي. پر بي علمي جي ڪري هر ماڻهو کي پنهنجو پنهنجو ڌرم آهي، تنهنڪري انسان جو ڌرم 'سانوَ ڌرم' آهي. اهو مانوَ ڌرم ازلي ڌرم آهي. ڪو به شخص هندو هئڻ جي باوجود پنهنجي ڌرم کان ته پري رهي سگهي ٿو، پر پنهنجو مانوَ ڌرم نٿو ڇڏي سگهي.

**سناتن ڌرم** (ڪتاب): هي ڪتاب ڄيٺمل پرسرام جو ترجمو ٿيل آهي. ڪرائون سائيز جو هي ڪتاب 148 صفحن تي مشتمل آهي ۽ قيمت هڪ روپيو ڇاپايل آهي. هي ڪتاب بليوٽسڪي پريس حيدرآباد پاران ورهاڱي کان اڳ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

**سناتن ڌرم سڀا** (جماعت): 1915ع ۾ پنڊت ويلو رام شرما برپا ڪئي. جنهن جي عمارت عاليشان هئي، منجهس سنسڪرت پاٺشالا ۽ هڪ لائبرري قائم ڪئي وئي هئي هن جماعت جو ڀائو نارائڻ داس اداسي چيئرمين ۽ مسٽر پراسرام سيڪريٽري هئا.

**سناتن ڌرم يووڪ سڀا**: هيءَ سڀا 1924ع ۾ چوئٿرام برپا ڪئي هئي. 1936ع ۾ هن سڀا ڪراچيءَ ۾ بندر روڊ تي مينارام لائبرري قائم ڪئي هئي. هن سڀا وٽ هڪ شوالو هو، جنهن ۾ هندي زبان جي پرچار ڪرڻ جو مول متو هو. مهراج شو ڪمار، سيٺ ڪوڙو مل، مهاشيه گوپالداس هن سڀا جا ميمبر هئا.

**سناتن گزيٽ** (اخبار): هيءَ اخبار ڪشنچند ڏنراج مل واسديو جي ادارت ۾ پهرين مئي 1934ع تي 'فائن آرٽس پريس' سکر مان ڇپجي پڌري ٿي. اخبار جو ايڊيٽر چڱو سياسي شعور رکندڙ ماڻهو هو.



تنهنڪري سياسي خبرن ۽ ڪالمن کان علاوه سول نافرماني متعلق لکڻ سبب اخبار مقبوليت حاصل ڪئي، منجهس ڌرمي مواد به شامل ٿيندو هو.

**سنامڪي** (Senna): هڪ مشهور طبي جڙي ٻوٽي، جنهن جا پن سائي رنگ جا ليار جي پنن وانگر ٿيندا آهن. هن جي ڦري ڇپٽري ٿئي ٿي. بهترين سنا اها سمجهي وڃي ٿي جيڪا حجاز کان اچي ٿي ۽ 'سنامڪي' جي نالي سان مشهور آهي. هن جو اصل وطن مصر آهي. هندستان ۾ سنامڪي گهڻو آڳاٽو آندي وئي ۽ مدراس ۾ ان جي پوک عربن شروع ڪئي. هن جو رنگ زردي مائل سائو، گل نيرا، ذائقو تلخ ۽ مزاج گرم خشڪ ٿئي ٿو. هي معدي کي طاقت ڏئي ٿي. مرگهي، مٺي جي سور، ماليخوليا، چيلهه جي سور، پاسي جي سور، سنڌن جي سور، عرق النساءِ ۽ قولنج جي مرض لاءِ مفيد آهي. هن جون ڏانديون ۽ پن صاف ڪري اُٻاري استعمال ڪرڻ سان پيٽ جي مروڙ نه ٿيندي.

سنامڪي سالياني ٻوٽو آهي، جيڪو 2 کان 3 فوٽ اوچو ٿئي ٿو. هن ۾ پن گهڻا ۽ گل ڇڳڻ جي صورت ۾ ٿين ٿا. هي ٻوٽو مٿان سڌو، پکڙندڙ ۽ گل پاسن يا چوٽي ۾ جهلي ٿو. ٻج چنڊ جي شڪل جا ٿين ٿا، جنهن جي ڪناري هلڪي مڙيل ۽ رنگ خاڪي ٿئي ٿو.



هيءُ ٻوٽو هندستان جي رياستن جهڙوڪ تامل ناڊو، مهاراشٽرا، گجرات ۽ راجستان ۾ تجارتي بنيادن تي پوکي وڃي ٿي. هن فصل جي پنن ۽ ڦرين جي پيداوار جو تخمينو 7500 ٽن لڳايو ويو آهي، جنهن ۾ هندستان بين الاقوامي منڊيءَ ۾ هر سال 82 ڪروڙ رپيا ڪمائي ٿو. هندستان ۾ اسپنگر ۽ ڏوڏيءَ کانپوءِ ٽئين نمبر تي خام دوا (Crude Drug) طور واپار ۾ شامل آهي. يورپي ملڪن ۾ سنا جڙي ٻوٽي واري چانهه (Herbal Tea) طور ڪم اچي ٿي. هن جا پن ۽ ڦريون ڪاڙهي ڪٽمنن ۽ دوائن لاءِ استعمال ٿين ٿا.

پاڪستان ۾ سنا جي پوک سنڌ، بلوچستان ۽ پنجاب جي خشڪ علائقن جهڙوڪ: ٿرپارڪر، ڄامشوري، ٽاٽي بولاخان، بهاولپور، ميانوالي ۾ ٿيندي آهي. جابلو علائقن ۾ هيءَ قدرتي جڙي ٻوٽيءَ وانگر پيدا ٿيندي آهي. سنا ۾ گرمي ۽ سوڪهڙي برداشت ڪرڻ جي وڏي سگهه آهي. سنا جي فصل لاءِ وارياسي ۽ لٽ واري زمين پوکيءَ لاءِ بهتر آهي. سنا جي پوک ٻج ذريعي ٿيندي آهي، جنهن لاءِ 6 کان 9 ڪلوگرام ٻج في ايڪڙ استعمال ڪيو ويندو آهي.

سنا مڪي جي پهرين ڪٽائي يا لابارو، پوکيءَ جي ٻن مهينن اندر ڪيو ويندو آهي.

سنا جو فصل 150 کان 180 ڏينهن جو عرصو بيهندو آهي. هن فصل جا 2 کان 3 لابارا ڪري سگهبا آهن. لاباري بعد سنا مڪيءَ جا پن ۽ ڦريون هوادار ۽ ڇانوري واري جڳهه تي سُڪائبا آهن. پن سُڪڻ کانپوءِ ان کي ڪپهه يا ڪپڙي جي ٻورين ۾ بند ڪري ٿڌي ۽ خشڪ جڳهه تي رکبو آهي.

سنامڪيءَ جي پيداوار 5 کان 10 مڻ في ايڪڙ سُڪل پن ٿئي ٿي، جڏهن ته ڪن هنڌن تي 20 کان 30 مڻ في ايڪڙ سڪل پنن جي پيداوار به لهندي آهي.

**سنان بن سلام**: عبدالله بن سوار جي وفات ڪانپوءِ عراق جي گورنر زياد بن ابيه جي راءِ تي معاويه، سنان بن سلام کي سنڌ تي گورنر ڪري موڪليو. جنهن 42هه/662ع ۾ ه عرب فوج سان اچي مڪران تي حملو ڪيو ۽ اهو فتح ڪيائين. سنان بن سلام خليفي ڏانهن لکي موڪليو ته سنڌ تي حملي ڪرڻ لاءِ هي مضبوط مرڪز آهي ۽ مڪران ۾ نهايت عمدو انتظام ڪيو. ڪجهه وقت ڪانپوءِ زياد، سنان بن سلام کي برطرف ڪري سندس جاءِ تي راشد بن عمرو کي گورنر مقرر ڪيو ۽ کيس حڪم ڏنائين ته قيقان تي حملو ڪري، سنڌ جي سرحدن کي پختو ڪر. راشد مڪران پهچڻ شرط قيقان تي حملو ڪري اتان گهڻو مالِ غنيمت هٿ ڪيو ۽ ان ڪانپوءِ سيستان تي حملو ڪيائين، پر مقامي ميرن مقابلو ڪري کيس شڪست ڏني. انهيءَ حملي ۾ راشد ميرن هٿان مارجي ويو. راشد جي موت ڪانپوءِ سنان بن سلام کي ٻيهر مڪران جو گورنر مقرر ڪيو ويو. سنان پڻ 'بُذيه' (ٻاڳناڙي) واري علائقي ۾ جتن ۽ ميرن سان ورهندي مارجي ويو.

**سنائي، حبيب**: مشهور اديب ۽ ڪهاڻيڪار حبيب سنائيءَ جو پورو نالو محمد حبيب ميمڻ آهي، هن 28 جون 1965ع تي هالن پراڻن، ضلعي مٽياريءَ ۾ جنم ورتو ايم. اي جنرل هسٽري، ايم. اي. اڪنامڪس ۽ ڪمپيوٽر سائنس ۾ پوسٽ گريجوئيٽ ڊپلوما آهي.

حبيب سنائي عملي زندگيءَ جي شروعات، گورنمينٽ ڪاليج آف ايجوڪيشن اينڊ ڪمرشل پرئڪٽسز هالا ۾ انسٽرڪٽر طور ڪئي. هي اديب ۽ ڪهاڻيڪار سان گڏ ترجمي نگار ۽ مضمون نگار به آهي. سندس تحريرون سنڌ جي مختلف اخبارن، علمي ۽ ادبي رسالن ۾ ڇپجنديون رهيون آهن. سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾: (1) 'ائنيمل فارم' (ناول ترجمو)، (2) 'مهڪري صاحب جا مضمون' (نثر)، (3) 'ڊاڪٽر اختر حميد خان' (ترجمو) ۽ (4) 'تنيڏڙن ٻارن لاءِ آڪاٽيون' شامل آهن.

**سنائي، ناز**: اديب ۽ پبلشر ناز سنائيءَ جو اصل نالو محمد عثمان ولد محمد خان ميمڻ آهي. هن 2 آڪٽوبر 1959ع تي مانجهند، تعلقي ڪوٽڙيءَ، ضلعي دادوءَ (هاڻي ڄام شوري) ۾ جنم ورتو پرائمريءَ کان مئٽرڪ تائين تعليم سن شهر مان حاصل ڪيائين. انٽر ۽ بي. اي سچل سرمست آرٽس ڪاليج حيدرآباد مان ڪرڻ بعد ايم. اي (سنڌي)، سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري مان ڪيائين.



ناز سنائي، شاگرديءَ واري دور کان وٺي علم ۽ ادب سان لاڳاپيل رهيو آهي، کيس شعر شاعريءَ سان به شغف رهيو ۽ شاعريءَ ۾ تاج جويي ۽ راشد مورائيءَ کان اصلاح ورتائين. هن غزل، وائي ۽ بيت تي طبع آزمائي ڪئي آهي. ناز سنائي نثر نويس ۽ نقاد پڻ آهي. هن ٻاراڻي ادب تي تمام گهڻو ڪم ڪيو آهي. ٻارن لاءِ رسالي چٽنگ جا مسلسل 25 پرچا ڪڍيائين. ان کان سواءِ هن ڪينجهر مومل ۽ چٽنگ پبليڪيشن جا لاتعداد پرچا ڪڍيا آهن. ناز سنائي هڪ پبلشر جي حيثيت ۾ سنڌ تحقيقي بورڊ، جي. ايم. سيد اڪيڊمي ۽ سنڌي ساهت گهر حيدرآباد جو باني چيئرمئن آهي. تنهي ادارن ٻارن هن وقت تائين سون جي تعداد ۾ ڪتاب ڇپائي چڪو آهي.

ناز سنائيءَ، جي. ايم. سيد، سوڀي گيانچنداڻي، رسول بخش پليجي، ڊاڪٽر الهداد ٻوهيي ۽ عبدالواحد آريسر جي ڪتابن جي سيريز ڇپائي پڌري ڪئي آهي. ادبي حوالي سان سندس ڪم نمايان آهي.

سندس سڃاڻپ متنازعه نقاد طور مشهور آهي. هن ڪيترين علمي، ادبي ۽ سياسي شخصيتن جي تصنيفن ۽ ذات تي سخت تنقيدون ڪيون آهن. ناز سنائيءَ کي شروع کان ئي ادب سان دلچسپي رهي، ان ڪري هن وڏ کان وڏ وقت لکڻ پڙهڻ کي ڏنو آهي.

ناز سنائيءَ جي ڇپيل ڪتابن ۾: (1) ڏکيون جان نه مڙن (انٽرويو)، (2) ڪچان نه ڪافر، (3) ماءُ ڪاهوڙي هليا، (4) رڃي جي ريٽوٽيا، (5) ڏونگر جن ڏوريا، (6) حفيظ شيخ، (7) منهنجو عزم فولاد، (8) نوان چار درويش، (9) سنڌ جو سفر، (10) قيد جي ڪهاڻي، (11) سچ سان دوکو (ڪهاڻيون)، (12) ٻوهيي جون تنقيدون (ترتيب)، (13) مان پڙاڏو سڏ جو، (14) تو پڄاڻان سپرين (جي. ايم. سيد بابت)، (15) شيخ اياز هڪ شاعر، هڪ عاشق (ترتيب)، (16) تي چٽنگ ڪري چمڪاٽ اچا، (19) اسان جو لطيف (ترتيب)، (20) آتم ڪٿائون (ٻه ڀاڱا) ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا.

ناز سنائي اٽڪ ليکڪ ۽ پبلشر آهي. سنڌ جي قومي تحريڪ سان ننڍيءَ عمر کان وٺي لاڳاپيل رهيو آهي ۽ ڪجهه عرصو جيل ۾ به رهيو آهي. ناز سنائي، جي. ايم. سيد ۽ قاضي فيض محمد کي ڪافي ويجهو رهيو آهي. حيدرآباد ۾ 'سنڌي ساهت گهر' نالي سان هڪ ڪتاب گهر به ڪوليو اٿس. پاڻ هن وقت ڪوآپريٽو سوسائٽيءَ ۾ آفيسر آهي. ادبي خدمتن تي کيس ڪيترا اوارڊ ملي چڪا آهن. جن ۾ استاد بخاري اوارڊ، دولهه دريا خان اوارڊ، سنڌي ادبي سنگت ڪوٽڙيءَ پاران 'ادب جو خدمتگار اوارڊ ۽ ورلڊ سنڌي ڪانگريس پاران جي. ايم. سيد اوارڊ شامل آهن.

**سنبڪ سوائيءَ وارو قبرستان**: سترهين ارڙهين صديءَ جو هيءُ قبرستان ديهه ڪنڌي ترائي تعلقي ٿاڻي بولاخان ضلعي ڄامشوري ۾ "25°25'92 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "67°54'22 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. هي ماڳ نئن باران جي اوڀرندي ڪپ تي آهي. پيلي رنگ جي پٿر جون قبرون ڏسڻ ۾ اهرامي آهن. جن تي مختلف قسم جي اڪر ٿيل آهي. اهي قبرون ٻه ماڙ نه ماڙ به آهن. اهڙيون قبرون چوکنڊي قبرستان (لڳ ڪراچي، سونڊا قبرستان لڳ ٺٽي) ۾ به ملن ٿيون. هن ماڳ تي سنڌ ايڪپلوريشن اينڊ ايڪسپڊيشن سوسائٽيءَ طرفان نامور آرڪيالاجسٽ حاڪم علي شاهه، بدر ابڙي ۽ انور پيرزادي ڪم ڪيو هو.

**سنبل** (وڻ): سنبل جو وڻ طبي لحاظ کان تمام ڪارائتو آهي. حڪيمن موجب هن جي ٿڙ تان کلون لاهي، سُڪائي، گهوٽي سنهو ڪري، ان ۾ ساڳئي مقدار جي ڪنڊ ملائي، روز 4 ماسا چاليهن ڏينهن تائين استعمال ڪرڻ سان جسم جي قوت ۾ واڌ اچي ٿي ۽ ان سان گڏ گوشت پڻ وڌي ٿو. رت جي خرابيءَ ۾ پڻ فائدو ڏئي ٿو.

**سنبوهي/ سانيوئي**: سنبوهي/ سانيوئيءَ جي ذريعي ميربحر پلي جو شڪار ڪندا آهن. ’سنبوهي‘، ’سنيئي‘ يا ’سانيوئي‘ ڪاٺين جي چار ڪي چئبو آهي. هڪ ڪاٺي ، جنهن جي هڪ پاسي کان ٻيانيءَ وانگر ٻيڙ ٺهيل ڪري ٽيندو آهي. مهاڻا ان ٻيڙ ۾ هڪ ڄاريءَ جي ڳوٿري ٻڌندا آهن. جيڪا جهول ڪري بيهندي آهي. پوءِ اُهي تنبو يا سوڙهي منهن واري وڏي چاڏي ۽ سوئو ڪٽي درياهه ۾ گهڙي پوندا آهن. سنبوهيءَ جو ٻچانگو پاسو درياهه ۾ اونهو چڙيندا آهن ۽ ان ڄار جي ڏور آڱر ۾ ويڙهي پيٽ هيٺان تنبي يا چاڏي ڏئي لڙهندا ويندا آهن. جتي ڪين پلو سجهندو آهي ته اتي رڳو ڏور کي ڇڪ ڏيندا آهن ته پلو وچي سنبوهيءَ واري ڄار ۾ پوندو آهي، پوءِ مهاڻو لڙهندي ئي ان سنبوهيءَ مان پاڻي ڪڍي، پلي کي قابو جهلي، سوئو هٿي ڏور ۾ لڙڪائي چڙيندو آهي يا وري چاڏيءَ ۾ وجهي چڙيندو آهي ۽ وري سنبوهيءَ کي پاڻيءَ ۾ وجهندو آهي. اهڙيءَ ريت ملاح پلي جو شڪار ڪندا آهن.

**سنيو مل هميراڻي**: سنيو مل هميراڻي ولد گوردن داس ميگهواڙ، ڳوٺ گوڙهيار، تعلقي مٺيءَ ۾ 1948ع ڌاري جنم ورتو هن ابتدائي تعليم ڳوٺ مان ورتي، بعد ۾ سال 1964ع ۾ انگريزي تعليم جي لاءِ هاءِ اسڪول پٽ پائڻي ۾ پڙهڻ ويو. انگريزيءَ ڪانپوءِ ڪاليج جي تعليم حيدرآباد جي ڪاليج مان حاصل ڪيائين. بعد ۾ ايم. اي سنڌي، سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد مان ڪيائين. سنيو هميراڻيءَ کي 1970ع ڌاري پرائمري ماستري ملي. علم و ادب



سان ننڍپڻ ۾ لڳاءُ هئس. انهي ڪري انگريزي تعليم دوران هاءِ اسڪول پٽ پائڻيءَ جي لائبرريءَ ۾ مطالعو ڪندو رهيو سال 1967ع ۾ مارئيءَ جي ميلي پالوا ادبي ڪانفرنس ۾ پهريون پيرو مقالو پڙهيائين. بعد ۾ سندس لکڻين جي معيار کي ڏسي غلام محمد لغاري هفتيوار سچائي ۽ بيداريءَ لاءِ ضلعي ٿرپارڪر جو نمائندو مقرر ڪرڻ سان گڏوگڏ ايڊيٽوريل بورڊ جو صلاحڪار مقرر ڪيو. هن ٿر جي زندگي، تهذيب، ثقافت تي ليک لکيا، جيڪي ڏاڍا مقبول ويا. ’سچائي‘ ۽ ’بيداري‘ کانسواءِ ماهوار بادل، روح رهاڻ، سهڻي رسالن ۾ شاعري، مضمون ۽ ڪهاڻيون ڇپيون. ان کان سواءِ سنيو مل هميراڻي هڪ اسٽيج ڊرامي ’عمر مارئيءَ‘ ۾ ’هيري‘ جو ڪردار ادا ڪيو هن جون لکڻيون سنڌي ٻوليءَ جي اڪثر معياري رسالن اخبارن ۾ ڇپيون آهن. سندس شاعري به ڪافي اخبارن رسالن ۾ ڇپي آهي. شاعريءَ ۾ پورهيتن ۽ مسڪين ماڻهن جي دردن جو داستان آهي. شاعري فني توڙي فڪري حوالي سان پختگي رکي ٿي.

سنيو مل هميراڻيءَ جو هڪ ٻيو پهلو سماجي ورڪر جو آهي. 1967ع کان ئي مسڪين جهان خان کوسي جي صحبت ۾ رهڻ جو موقعو مليس. مسڪين جهان خان سندس پيارو دوست هو هو ٿر جي ڪيترين سماجي تنظيمن جو ميمبر رهي چڪو آهي.

هن 2 جولاءِ 2003ع تي وفات ڪئي.

**سُنت (اصطلاح)**: شرعي احڪامن ۾ فرض ۽ واجب کان سواءِ اهو فعل يا عمل، جيڪو حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن پاڻ ڪيو هجي، ان کي اسلامي اصطلاح ۾ سنت چئبو آهي. اهڙي سنت جا ٻه قسم آهن: هڪ سُنتِ مؤڪده اهو فعل يا عمل، جنهن کي حضور نبي ڪريمؐ هميشه ڪيو هجي ۽ ڪنهن شرعي عُذر کان سواءِ ڪڏهن به ترڪ نه ڪيو هجي، پر ترڪ ڪرڻ جي پاڻ ڪريمنؐ ڪنهن قسم جي تنبيهه نه ڪئي هجي، جيڪو ماڻهو ڪنهن عذر کانسواءِ ڄاڻي واڻي سنت مؤڪده کي ڇڏي ڏي يا ڇڏڻ جو عادي ٿي وڃي ته اهو گنهگار ٿيندو. سنت غير مؤڪده: اهو فعل جنهن کي پاڻ ڪريمنؐ ڪيو هجي ۽ ڪنهن عذر کانسواءِ ڪڏهن ڪڏهن ڇڏي به ڏنو هجي. ان تي عمل ڪندڙ ثواب ۽ اجر جو حقدار ٿيندو ۽ ان کي ڇڏي ڏيندڙ گنهگار نه ٿيندو. سنت مؤڪده کي اضافي سنت يا عادت به چيو وڃي ٿو.

**سنت تلوڪارام جو ميلو**: هي ميلو هر سال 14 مارچ تي خيرپور ميرس شهر ۾ لڳي ٿو. هن ميلي ۾ سنڌ جي مختلف شهرن کان ياتري شريڪ ٿيندا آهن. ميلي ۾ ٻن ڏينهن تائين لنگر ۽ پڄن پاڻ جاري رهن ٿا. ميلي جي موقعي تي مندر ۾ سکن جي ڌرمي پستڪ گروگرنٿ جو ورد به ڪيو ويندو آهي. هن ميلي ۾ شِومنڊليءَ طرفان اسٽيج ڊراما به پيش ڪيا ويندا آهن. هن ميلي ۾ اتر سنڌ مان ’سنت سترام ڌام‘ آشرم (S.S.D) رهڙڪيءَ واري جا پوئلڳ به گهڻي تعداد ۾ شريڪ ٿيندا آهن.

**سنتداس پاڻيه ’ناز‘**: سنتداس ناز پٽ رامچند پاڻيه شڪارپور ۾ پيدا ٿيو هن شڪارپور ۾ تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ صحافت ۾ پير پاتو ۽ هفتيوار اخبار ’شڪارپور گزيٽ‘ جاري ڪيائين. هيءُ ’هريش چندر ساهتيه منڊل شڪارپور‘ جو آنرري سيڪريٽري به ٿي رهيو ورهاڱي کانپوءِ هندستان هليو ويو ۽ اتي رهڻ لڳو.

پاڻ هڪ شاعر به هو، سندس هڪ نظم ملي ٿو، جو هن ڪوئيٽا جي زلزلي بابت لکيو هو ان جا ڪجهه بند نموني طور ڏجن ٿا:

ڪيو قدرت قهر قهري اچانڪ شهر سان ياري،
پلڪ ۾ ٿي وئي پرلئه، غضب ڪوئيٽا ۾ انڌڪاري،
بجه ٿي رات مئي ايڪتيهه ستل جڏ شهر هو سارو،
پيانڪ پونڪپ پاتو شهر پيرو ٿي غمساري.

**سنتداس پنهون مل ڪشناڻي**: سنتداس پنهون مل ڪشناڻي 'سنتل' سنڌي ادب جي انهن خاموش خدمتگارن مان ٿي گذريو آهي، جن سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ هر وقت جتن پئي ڪيا آهن. سنتداس جو جنم 29 جون 1902ع تي اڳوڻي نوابشاهه ضلعي جي نوشهري فيروز شهر ۾ ٿيو. اسڪولي جيون ۾ ئي منجهس ملڪي خدمت ۽ سماج جي ترقيءَ لاءِ پاڻ پتوڙڻ جي لڳن لڳل هئي. هي انهن اديبن مان هو، جن ملڪ جي آزاديءَ لاءِ مهاتما گانڌيءَ جي هلايل هلچل ۾ سرگرم حصو ورتو ۽ جوانيءَ ۾ چار پيرا جيل ڪاٽيو.



سنتداس دستوري اسڪولي تعليم مئٽرڪ تائين ورتي هئي، پر وهنواري زندگيءَ جي اسڪول مان هن ڪافي ڪجهه حاصل ڪيو. سنڌ ۾ زمينداري ۽ ڏنڌو واپار ڪندي منجهس مختلف ٻولين جي اڀياس ۽ ادب جي مطالعي جو شوق پيدا ٿيو. مادري زبان سنڌيءَ سان گڏ انگريزيءَ جو اڀياس ته اسڪولي تعليم دوران ڪيائين، پر ان ڪان سواءِ پنهنجي ليکي هندي، اردو، گجراتي ۽ مرائي ٻولين جو به چڱو اڀياس ڪيائين.

ورهاڱي کان پوءِ سنتداس مهاراشٽر رياست جي مشهور تعليمي مرڪز پوني ۾ اچي رهائش پذير ٿيو، جتي هن نئين سر ڏنڌي واپار جي شروعات ڪئي. ٻارن کي اعليٰ درجي جي تعليم ڏياري ڪين لائق لڳايائين. سنتداس ۾ وڏيج واپار ڪندي ادبي خدمت جو جذبو پڻ قائم رهيو. سنڌي ادبي ڪلاس هجن يا سنڌو تحقيقي مرڪز جون بيٺڪون هجن، سينيءَ ۾ باقاعدي شرڪت ڪندو هو ۽ پنهنجون لکڻيون پيش ڪندو هو. پوني ۾ 1979ع ۾ پنڊت ڪشنچند جيتلي اکل ڀارت سنڌي ادب جو مرڪز قائم ڪيو. سنتداس به ان ڪم ۾ سندس ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺو. هن 1980ع ۾ پنهنجي پيءُ پنهون مل وشنداس ڪشناڻيءَ جي ياد ۾ 'پي. وي. ڪشناڻي ٽرسٽ' قائم ڪئي، جنهن جو مکيه مقصد سنڌي ٻولي ۽ ادب کي اوچ رسائڻ هو.

سنتداس زندگيءَ جا آخري چار سال بستري داخل ٿي پيو. سرير جي سگهه ڏينهون ڏينهن موڪلائيندي ويس، اکين جي جوت به جهڪي ٿيڻ لڳس. ان دؤر ۾ بيماريءَ جي حالت ۾ به ڪيس ادب جي خدمت جو اونو هوندو هو. هن پنهنجا قلمي مسودا ڊاڪٽر مرليڌر جيتلي جي حوالي ڪيا، جن ۾ سنڌي پهاڪن ۾ محاوري جو هي گرنٿ به شامل هو. سنڌي ادب جي هن خاموش خدمتگار، 2 اپريل 1991ع تي لاڏاڻو ڪيو.

سندس تصنيفن ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن:

(1) ڪاري پاڻيءَ جي ڪهاڻي (ڀائي پرمانند جي آتم ڪهاڻيءَ جو سنڌي ترجمو: 1938ع)، (2) يوگ آسڻ: (امودر ساتوليڪر جي ڪتاب جو سنڌي ترجمو: 1935ع)، (3) ويدڪ ستسنگ (ويدن جا ڌرمي وچن)، (4) ڦرموٽيون (شاعري: 1984ع)، (5) اندر جا اڏما (شاعري: 1987ع)، (6) روپ ڪوشا (قديم ڀارت جي تاريخ تي لکيل گجراتي ناول جو ترجمو: 2 ڀاڱا: 1988- 1989ع)، (7) گيتا جي ارڙهن اڌيائن جو تت (منظوم: 1988ع).

**سنت ڏيانداس**: سنت ڏيانداس ولد ڌرمداس هالاڻي جي ڀرسان ٻهلاڻي ڳوٺ ۾ اوڻيهين صديءَ ۾ جنم ورتو. سندس جنم جو نالو پورٽداس هو. پورٽداس اڃا جڏهن ماءُ جي پيٽ ۾ هو ته ماءُ پيءُ باس باسي هئي ته جيڪڏهن پٽ ڄائو ته اهو هالاڻي دربار صاحب ۾ ڏيندا سين. ان ڪري پورٽداس جڏهن سمجهه ڀريو ٿيو ته مائٽ ڪيس دربار تي ڇڏي آيا. پورٽداس ڏاڍي سچائي سان دربار جي خدمت ڪئي، جڏهن اتي جي گادي نشين گرداس صاحب وفات ڪئي ته پورٽداس کي هالاڻي دربار جو گادي نشين بڻايو ويو. بيکه پڳوان سندس نالو سنت ڏيانداس رکيو. ڏيانداس سنگ سان پوڄا پاٺ ڪندو هو. هن کي گرو گرنٿ جي ڪافي ٻاڻي ياد هئي. سنت ڏيانداس 1908ع ۾ وفات ڪئي.

**سنت سائين وسڻ رام جو ميلو**: سائين سنت وسڻ رام جو ميلو دربار سنڌو ندي جي ڪپ تي روهڙيءَ ۾ ٿيندو آهي. اهو ميلو هر سال 10 ۽ 11 نومبر تي ملهايو ويندو آهي. هن ميلي ۾ پري پري جا عقيدتمند حاضري ڀريندا آهن.

**سنت سُروپداس**: سنت سروپداس ولد گرمکداس ڳوٺ ساڄن شاهه، تعلقي ڪنڊياري ۾ جنم ورتو. سندس جنم جو نالو موهن هو. سندس والد زميندار هو. هن کي سندس والد ننڍي عمر ۾ هالاڻي دربار صاحب ۾ ڇڏي آيو. جڏهن وڏو ٿيو ته ڪيس ڪاشيءَ ۾ پڙهڻ لاءِ موڪليو ويو. جتان موٽي اچي دربار جي خدمت ڪيائين. جڏهن گادي نشين سنگتداس وفات ڪئي، تڏهن موهن کي گادي تي ويهاري، سندس نئون نالو سروپداس رکيو ويو. سروپداس تمام سادگي سان گذاريندو هو ۽ هميشه هيٺ زمين تي سمهندو هو.

سنت سروپداس 27 جولائي 1940ع تي وفات ڪئي.

**سَنت شڏارام**: سنت شڏارام جو جنم سنه 1708ع ۾ ملتان جي لوهاڻا کتري ڪل ۾ ٿيو. سندس ننڍي پاءُ جو نالو سنت بنا رام هو. هي ٻئي ڀائر تصوف ويدانت ۽ حق جو درس ڏيندي اچي حيات پتافي ڳوٺ ضلعي شڪارپور ڪان نڪتا. سنت شڏارام ماڻهن کي ميٺ ۽ محبت جو درس ڏنو ڪيترائي سندس مريد بنيا. ميرپور ماٿيلي جو تُلسيداس سندس ايترو معتقد ٿيو جو ساڻن گڏجي حيات پتافي ۾ اچي رهيو. جتي شڏارام ڪيس دعا ڪئي، جنهن ڪري وڏي عمر ۾ اولادي ٿيو. سنت شڏارام ڳوٺ حيات پتافي ۾ هڪ درويش شڏاڻي تي منڊلي مچائي.

**سنت ڪشنداس**: سنت ڪشنداس ولد سانولداس ڀمباڻي اوڻيهين صديءَ ڏاري هالاڻي شهر، تعلقي محرابپور ۾ جنم ورتو. سندس ڀهريون نالو رامون هو. رامون هالاڻي دربار جون مٽيون ڀريندو ۽ خدمت ڪندو هو.

رات جي وقت پوڄا پاٺ ڪندو هو. جڏهن سنت نارائڻداس وصال ڪيو ته بابا گرپت صاحب رامون کي بيک ڏئي گاديءَ تي ويهاريو ۽ سندس نئون نالو ڪشنداس رکيو. ڪشنداس گرٻاڻي ڏاڍي سُر سان پڙهندو هو. سندس صدق ۽ حقيقي رنگ ڏسي مسلمان پڻ ڪيس مڃتا ڏيندا هئا.

سنت ڪشنداس جي معتقدن جو وڏو تعداد درٻار تي اچي حاضري ڀريندو هو. سنت ڪشنداس 1903ع ۾ وفات ڪئي.

**سنت ڪوي سامي صاحب سيمينار** (ڪتاب): هي ڪتاب ’سنت ڪوي سامي صاحب سيمينار‘ بابت آهي، جيڪو 6 نومبر 2005ع تي هندستان جي سنڌي وستيءَ ’الهاس نگر‘ ۾ رچيو ويو. هي مختصر ڪتابچو ان سيمينار جي ڪارروائي ۽ پيش ٿيندڙ تحقيقي مقالن تي ڇپايو ويو آهي. ڊيمي سائيز جو هي ڪتابچو انهيءَ سيمينار جي رچڻ واري، هم لوگ سرڪل، الهاس نگر-4 طرفان عقيدتمندن ۽ مهمانن کي پيٽا ڏيڻ لاءِ ڇپايو ويو. هي ڪتابچو 85 صفحن تي ٻڌل آهي. انهيءَ سرڪل طرفان ’سچل سائين‘ ۽ ’امر شهيد ڀڳت ڪنور رام صاحب‘ تي سيمينار پڻ ڪيا ويا آهن. هم لوگ سرڪل سٽ ۾ 2001ع کان سنڌي ساهتيه جي موضوع ۾ ننڍا وڏا پروگرام منعقد ڪندا رهندا آهن. انهيءَ جو مقصد صرف هندستان ۾ سنڌي علم ادب ۽ ٻوليءَ کي فروغ ڏيڻ آهي. اهي نئين انداز سان سنڌ جي ڪلاسيڪل شاعرن ۽ سنڌي ادب جي سموري موضوعن تي تحقيق، تصنيف ۽ تخليق پڻ ڪري رهيا آهن. هن سٽ جو صدر هوتو هرسينگهاڻي، سيڪريٽري آوت دودواڻي، جنرل سيڪريٽري اِندر لعل سوماڻي، ايسوسيئيٽ چيئرمئن سريش ڪِشناڻي، جوائنٽ سيڪريٽري سندر واسواڻي، خزانچي موهن پونداڻي آهن. هن سٽ جو مک ۽ سرپرست اعليٰ پائي صاحب ساڄن داس ’اداسي‘ آهي.




هم لوگ سرڪل، الهاسنگر-4

سنت ڪوي سامي صاحب سيمينار جي صدارت پدم راج شرما (آءِ. پي. ايس. رٽائرڊ) ڪئي. مهمان خصوصي پائي صاحب ساڄن داس اُداسي ۽ شري هريش ڪشناڻي هئا. ان ڪانسواءِ مکيه ۽ معزز مهمانن ۾ پريو وفا ۽ ڊاڪٽر ارجن سڪايل هئا. پروفيسر مينا روپچنداڻي هن سيمينار جي ڪارروائي هلائي. پروفيسر گوپ روپچنداڻي، پروفيسر آشا رنگواڻي، گيانچند شهدادپوري ’پدم‘ سڃاڻپ پيش ڪئي ۽ شيام ٺارواڻي ’شيام‘، ڊاڪٽر وندنا رمواڻي، ڊاڪٽر ايسر پارواڻي، ڊاڪٽر جگديش لڇاڻي، شري واسديو ’نرمل‘، شري هري موٽواڻي، سنت ڪوي سامي صاحب سيمينار ۾ مقالا پيش ڪيا. هن ڪتابچي ۾ صرف ٽي مقالا: شيام ٺارواڻي ’شيام‘، ڊاڪٽر رتنا رامواڻي ۽ ڊاڪٽر ايسر پارواڻي جا ڇپيل آهن.

**سنتل**: شاعر ۽ مترجم سنتل جو اصل نالو سنڌاس پنهون مل ڪشناڻي هو. 29 اپريل 1902ع تي نوشهري فيروز ۾ ڄائو. ورهاڱي واري دؤر ۾ وڏن سان گڏ لڏي وڃي هندستان جي پوني شهر ۾ رهيو. هن تعليم مئٽرڪ تائين حاصل ڪئي. هن کي ڇوٽيون ۽ اصطلاح گڏ ڪرڻ ۾ خاص دلچسپي هئي. چار دفعا جيل ياترا ڪيل سنتل ڪجهه ڪتابن جو ترجمو ڪري شايع ڪرايائين. جهڙوڪ: يوگ آسڻ (پنج ڇاپا 1935ع کان 1975ع تائين، ليکڪ: ديوتا سروپ ڀاڻي پرمانند)، آزاديءَ جي ٻڌ ۾ مهاتما گانڌيءَ جي اسهيوگ هلچل (1921ع)، ستياگرهه هلچل (1930ع) ۾ حصو ورتائين.

**سنت ماڌو داس**: سنت ماڌو داس ولد اوڌوداس ڀمياڻي 1890ع ڌاري هالاڻي، تعلقي محرابپور ۾ جنم ورتو. سندس اصل نالو نوتن هو. ڪيس پنجن سالن جي عمر ۾ درٻار ۾ وٺي وڃي سنتن جي حوالي ڪيو ويو. جتي سندس نئون نالو ماڌو داس رکيائون. ماڌو داس سنتن جي خدمت ۽ ٽهل سان گڏ ڏڪڙ ۽ باجو وڄائڻ پڻ سکيو. هن جو آواز پڻ سريلو هو. سندس سياءُ ڏاڍو سنو هو. جڏهن سنت سروپداس رحلت ڪئي ته ماڌوداس کي گادي ي ويهاريو ويو. ماڌو داس مختلف شهرن جي درٻارن جا سفر ڪيا. بمبئي جي درٻار ۾ اڪثر ويندو هو. سنت ماڌوداس 15 آگسٽ 1953ع تي بمبئيءَ ۾ وفات ڪئي. سندس گاديءَ تي سنت گوبند داس ويٺو.

**سنت مهر بخش**: هالاڻي درٻار ۾ ڪيترائي الله لوڪ بزرگ ٿي گذريا آهن. جن مان مهر بخش پڻ هڪ هو. مهر بخش جو جنم سنه 1825ع ۾ ڳوٺ ڏيئڻ تعلقي ڪنڊياري جي هڪ هندو تِلوڪچند جي گهر ۾ ٿيو. هوش سنڀالڻ ڪانپوءِ مهر بخش هالاڻي جي درٻار ۾ وڃڻ شروع ڪيو. جتي هو سنتن جي خدمت ڪندو هو. درٻار طرفان ڪيس پڙهڻ لاءِ ڪاشيءَ موڪليو ويو. جتي هن هندي ۽ سنسڪرت پڙهي. ان ڪانسواءِ ويدن ۽ شاسترن جو پڻ ابياس ڪيو. بعد ۾ هالاڻي آيو. جتي سنت گربخش جي وفات ڪانپوءِ ڪيس گادي نشين بنايو ويو. سنت مهر بخش هالاڻي جي درٻار کي امرتسر جي سوني درٻار جي ڍڙائين تي تيار ڪرايو. هن جي وقت ۾ درٻار اندر سون جي سنگ ۾ پاٺ ۽ پوڄا ٿيندي هئي. سنت مهر بخش هالاڻي جي درٻار کي اوج تي آندو. 1898ع تي هن سنت وصال ڪيو. ڪانئس پوءِ گادي تي بابا گُرداس صاحب ويٺو.

**سنتو ڀڳت**: سنتو ڀڳت 1912ع ڌاري ڳوٺ چني، تعلقي جوهيءَ ۾ ڄائو هي پنهنجي دؤر جو مشهور ڀڳت هو. سندس آواز به سريلو هوندو هو. ننڍپڻ کان ئي سندس لاڙو ڀڳتي طرف هو. هيءُ پندرهن سالن جو ٿيو ته سندس والدين چني مان لڏي حيدرآباد ۾ رهائش پذير ٿيا. جتي هيءُ گڏ رهڻ لڳو. هن پنهنجي دؤر جي وڏن ڀڳتن جي صحبت ۾ رهي ڀڳت وجهڻ جي سکيا ورتي. ٿوري عرصي ۾ فني مهارت سبب ڀڳتن جو مهندار سڏجڻ لڳو. ڪيس ٻيا ڀڳت گهڻي عزت ڏيندا هئا. حيدرآباد ۾ جتي به ست سنگ يا ڪا ٻي هندو مذهب جي محفل ٿيندي هئي ته سنتي ڀڳت کي خاص طور گهرايو ويندو هو. سنتو ڀڳت طبلي وڄائڻ جو به وڏو ماهر هو. ڪيس ناچ جي پڻ مهارت حاصل هئي. حيدرآباد توڙي ٻين

علائقن جا ڪيترائي ماڻهو وٽس ناچ جي سکيا وٺندا هئا. پاڻ پيرسنيءَ ۾ سيٺ وشن داس جي وشن نگر (قليلي) ۾ رهيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين.

**سنتور/ سر منڊل** (ساز ڪلاسيڪي موسيقي): سنتور، سَوُ تارن وارو ساز آهي، جنهن کي 'شاتا-تانتري-وينا' يا سو تارن وارو ساز چوندا آهن. هي دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ وڄايو وڃي ٿو هن کي چين ۾



'يانگ چن'، هنگري ۾ چنبيلن، رومانيه ۾ زمبيلين، يونان ۾ سنتوري، فنلينڊ ۾ ڪينتلي (Kentele)، جرمني ۾ 'هيڪ برڊ' جي نالي سان وڄايو ۽ سڃاتو وڃي ٿو. مصر ۽ عراق جو هي پراڻو ساز اڄ مغربي ساز 'هارپ' جو جدامجد چيو وڃي ٿو. ڪنهن سبڪ ڪاٺي جون ٻه سنهيون ٽڪنديون تختيون، جن تي هڪ ٽڪر (عام طور تي ڏيڍ فوٽ) 90° ڊگري تي بيهارجي، هيو ٽڪرو سوا ٻن فوٽن، ٽيون ٽڪرو ٽي فوٽ ڊگهو بيهاربو آهي ۽ انهن ٽن ڪندن جي مٿان ڪان، ساڄي پاسي ڪان هئي ڪندون 5 يا 6 انچ ڪٽي سڌيون ڪري ڇڏبيون آهن، اٿين پنجن ٽڪرن جي شڪل ٺهي بيهندي آهي. انهن جي ٻنهي ڪنيل حصن کي ٽن ٽن انچن جون تختيون هٽي ڊبي وانگر ٺاهبو آهي. مٿي واري تختي جي هيٺئن حصي مان 2.5 انچن جو اڌ گول ڪٽبو آهي ته جيئن ان ڊبي ۾ گونج پيدا ٿئي. انهيءَ منڊل يا ڊبي جي مٿان ۽ ساڄي پاسي 25 ڪِيون هنيون ويندیون آهن، جن ۾ تارون ٻڌي هيٺ ٽڪرن ۾ لڳل ڪلين يا ڪوڪن ۾ ٻڌيون آهن. اٿين منڊل ۾ مٿان، ساڄي ڪان ڪاٻي ڊگهائي ۾ درجي به درجي گهٽ ڊگهين تارن جو جهنگلو ٺهي پوندو آهي. ساڄي پاسي هڪ ٺي ڊيگهه جون چار پنج ٿلهيون تارون لڳل هونديون آهن. ان سان گڏ ساڳي ڊيگهه جون چار پنج سنهيون تارون به هٽبيون آهن. اهڙيءَ طرح هيٺين ۽ مٿين سُرن جا ٽي ستڪ تيار ڪيا ويندا آهن. تارون جيئن جيئن ڊيگهه ۾ ننڍيون ٿينديون وينديون تيئن تيئن انهن جو آواز سنهو ٿيندو ويندو، جڏهن ته ٿلهين ۽ ڊگهين تارن جو آواز به ٿلهو هوندو آهي. اهڙي نموني کي ڊلو يا ڇڪي انهن تارن مان مڌ ۽ مندر آستان جا سُر ورتا ويندا آهن.

سر منڊل اسان جو تمام قديم ساز آهي، پر اسان وٽ ان جو رواج به ختم ٿي ويو هو. ڪجهه سال اڳ هن ساز کي وري قصور گهراڻي جي گوين رواج ۾ آندو. هن ساز جو ذڪر 'آئينِ اڪبريءَ' ۾ به آهي ۽ ان زماني ۾ رواج هيٺ هو. استاد بڙي غلام علي خان سُرمنڊل تي ڳائيندو هو. هن ساز ۾ وڏي سهولت اها به آهي جو هي قدبت ۾ ننڍو ٿئي ٿو بجاءِ جو ماڻهو تانپوري کڻي. ان کان علاوه هن مان گهربل آس به آساني سان مليو وڃي. هن ۾ آروهي امروهيءَ جا به سُرترتيب ڏئي سگهجن ٿا. مطلب ته گهڻين حالتن ۾ هڪ گويي لاءِ بهتر آهي. هن ساز کي آڱرين سان وڄائبو آهي. ماضي قريب ۾ پنڊت شِوڪمار شرما، هن کي 91 تارن ۽ 31 بند ڏئي جديد بنايو آهي، جنهن جي ڪري هن جي لاڳيتي وڄت (Continuity) برقرار ٿي پئي آهي. هي ساز پاڪستان ۾ مهدي حسن پاڻ سان رکندو هو. ڪشمير جا سڀ راڳي هن ساز کي وڄائين ٿا. هي ڪلاسيڪي، نيم ڪلاسيقي ۽ غزل جي گائيڪيءَ ۾ گهڻو استعمال ٿئي ٿو.

**سنتوش ڪمار:** فلمي اداڪار سنتوش ڪمار جو اصل نالو سيد موسيٰ عباس رضا هو. هو 25 ڊسمبر 1929ع تي لاهور ۾ ڄائو. هن جي



جنم ڪانپوءِ هن جو خاندان ڀارت جي علائقي حيدرآباد دکن ۾ رهائش پذير ٿيو. جتي هن جو پيو پاءُ 'درپن' ڄائو. هن 19 سالن جي عمر ۾ بي. اي جي ڊگري حاصل ڪئي، جنهن ڪانپوءِ مشهور هدايتڪار 'اي. آر ڪاردار' جي صلاح تي هن فلمن ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. هن سڀ کان پهرين فلم 'اهنسا' ۽ ٻي فلم 'ميري ڪهاني' ۾ اداڪاري ڪئي، هي ٻئي فلمون ڀارت ۾ ئي ٺهيون هيون. 1949ع ۾ جڏهن هي پنهنجي خاندان جي فردن سان گڏ واپس لاهور آيو ته هن سڀ کان پهريان مسعود پرويز جي فلم 'بيلي' ۾ ڪم ڪيو. ان کانپوءِ هن ٻين ڪيترين ئي فلمن ۾ ڪم ڪيو. جنهن مان 'دو آنسو'، 'ديواني دو' تمام گهڻيون مشهور ٿيون. هن پاڪستان جي مشهور فلمي اداڪاره صبيحه خانم سان شادي ڪئي، سنتوش پاڪستان توڙي ڀارت جي ڪل 86 فلمن ۾ ڪم ڪيو. جن ۾ چن وي، غلام، شهري بابو، قاتل، گهونگهٽ، وعده، انتظار، قسمت، عشق ليليٰ، سر فروش، سلطنت، حميده، لخت جگر، گلنار، ديور ڀاڀي ۽ ٻيون قابل ذڪر آهن. سنتوش ڪمار 2 جولاءِ 1982ع تي وفات ڪئي.

**سنت هرنامداس:** سنت هرنامداس ولد ڏُڱڻ مل ماڪيجاڻي، 1908ع ڌاري، شهر پريا ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. سندس جنم جو نالو چاندو رام هو. هو گهڻو وقت گاهي خان جلباڻي ڳوٺ جي آشرم ۾ گذاريندو هو. ڪراچيءَ ۾ ڪلفٽن تي سواميءَ نند لعل ۽ سوامي چرنداس جو آشرم هو. هن اُتي وڃي ذڪر ورتو ۽ پوءِ ويدانت ۽ شاسترن جو اڀياس ڪيائين. پنهنجي گرو نند لعل جي وفات بعد، 'هرنام پوريءَ' نالي پنهنجو آشرم بندر روڊ تي قائم ڪيائين. سنت هرنامداس پڪو صوفي

هو ۽ اڪثر مونن ۾ منهن وجهي ويهندو هو. سندس آشرم تي ڀاندارو جاري هوندو هو. هو اڪثر خاموش رهندو هو هر ائين ڏينهن ڳالهائيندو هو. ان ڏينهن پريمين جو وڏو تعداد اچي گڏ ٿيندو هو.

سنت هرنامداس 1940ع ۾ وفات ڪئي.

**سنت هريداس**: سنت هريداس ولد ڏيپومل ڀلاڻي تعلقي محراب‌پور ۾ جنم ورتو. سندس جنم وقت نالو ڪيرت رکيو ويو. هالاڻي دربار جي باس مطابق، ڪيرت کي دربار صاحب هالاڻي ۾ وٺي ويا، جتي سندس نالو متائي پڳترام رکيو ويو. پڳترام کي وديا اپياس لاءِ ڪاشيءَ موڪليو ويو، جتي هن هندي ۽ سنسڪرت سکي شاسترن جو اپياس ڪيو. دربار جي خدمت ڪيائين. سنت ڪشنداس جيڪو ان وقت هالاڻي دربار جو گادي نشين هو. تنهن جي وفات ڪانپوءِ 1903ع ۾ پڳترام کي گادي تي ويهاري، سندس نئون نالو هريداس رکيو ويو. سنت هريداس سنہ 1918ع ڌاري وفات ڪئي.

**سنٿال (قبيلو)**: هيءُ قبيلو ننڍي کنڊ جي دراوڙ قبيلن مان آهي ۽ ننڍي کنڊ جي ڪيترن ئي قديم ۽ وڏن قبيلن ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. سنٿال کي 'سنتول' ۽ 'سنتال' پڻ چيو وڃي ٿو. هن وقت هن قبيلي جي اڪثريت هندستان جي مختلف رياستن جهاڙ کنڊ (Jhar khand)، اولهه بنگال (West Bangal)، بهار(Bihar)، اوڙيسا (Orissa) ۽ آسام(Assam) ۾ رهي ٿي. ان کان سواءِ اقليتي لحاظ کان سنٿال قبيلي مان ڪيترائي خاندان بنگال ۽ نيپال ۾ پڻ رهن ٿا. عام طور تي ڪولن، سنٿالن ۽ منڊلوڪن جي قبيلن سان تعلق رکندڙ ڀيل، ڪولهي، منڊيا وغيره هندن جي طبقاتي نظام مطابق هندن جي تمام هيٺين طبقي ۾ شمار ڪيا ويندا آهن. سنٿال جو لفظ اڪثر ڪري ڀيل قبيلي لاءِ تصور ڪيو ويندو آهي، پر مجموعي طور تي سنٿال هڪ تمام وڏو قبيلو آهي، جنهن منجهان ڪيترائي قبيلا ۽ ذاتيون نڪرن ٿيون، جيڪي هڪٻئي کان ٿوري گهڻي ڦيرڦار سبب قبيلائي عيلحدگي رکن ٿيون. محققن موجب هن قبيلي جو تعلق پروٽو آسٽرا ليوڊ گروپ (Proto-Australoid Group) سان آهي. هي قبيلو ننڍي کنڊ ۾ آباد ٿيندڙ قبيلن مان سڀني کان پهريون قبيلو آهي، جنهن مختلف دراوڙ قبيلن سان گڏجي سنڌو ماتريءَ جي عظيم تهذيب جو بنياد وڌو هو. هي قبيلو ڪاري جسامت سبب آسٽريليائي نسل سان تعلق رکي ٿو. ڪجهه اهڙيون شهادتون قبل مسيح زماني ۾ ملندڙ لاشن جي ڍانچن جي سڃاڻپ ڪندي پڻ معلوم ٿيون آهن. اهڙا ڍانچا هندستان جي ڪيترن ئي علائقن مان مليا آهن. نامور محقق ڪاڪي ڀيرومل مهرچند آڏواڻي جي تحقيق موجب سنڌ ۾ سيوهڻ جي آس پاس پڻ اهڙا ڍانچا ۽ ڪوڙيون (Tertiary fossils) مليون آهن، جيڪي هاٿوڪن ڪولهين، سنٿالن ۽ منڊلوڪن جا ابا ڏاڏا هئا.

قديم آثارن جي ڪن ماهرن جو خيال آهي ته موهن جي دڙي مان ملين ناچڻيءَ جي مورتي ڇهري جي نقشن مان Austroloid نسل جي لڳي ٿي.

سنسڪرت ٻوليءَ جي پراچين ادب ۾ سنٿالن جي سڃاڻپ بابت نشاندهي ڪيل آهي. ان موجب سنسڪرت ۾ هن قبيلي کي 'نشادس'(Nishads) ۽ 'اناش'(Anash) چيو ويو آهي، جنهن مان مراد ٻني نڪ وارا يا گتل نڪ وارا آهن. ان کان علاوه انهن جي منفرد مزاج، طبع، ٻولي ۽ ڪاري رنگت بابت به ڄاڻ ڏنل آهي. ماهرن جو خيال آهي ته سنٿال جسامت جي لحاظ کان ننڍي ۽ پوري پني قد ڪاٺ جا ٿين ٿا، سندن نڪ بينو ۽ منهن ۾ گتل ۽ تمام ٿوري سطح تي اپريل ٿئي ٿو. انهن جا وار لهردار ته ڪڏهن گهنڊيدار ۽ وڪوڙيل صورت ۾ ته ڪڏهن گهنڊي کان بغير تمام هلڪن ور وڪڙن ۾ ٿين ٿا. جيڪا انهن جي قديم نسل مان هئڻ جي علامت سمجهي وڃي ٿي.

هندستان ۾ آباد پروٽو اسٽراليوڊ گروپ (Proto Australoid Group) جي وڏي قبيلي سان تعلق رکندڙ ڪجهه اهڙا قبيلا اڄ به آهن، جنهن جي هر هڪ قبيلي کي پنهنجي مخصوص سڃاڻپ آهي. اهڙن قبيلين کي پنهنجو پنهنجو قبيلائي ڏيک يا نياتي نشان ٿئي ٿو جيڪو ڪنهن قبيلي جي فرد جي خاص سڃاڻپ ۽ علامت سمجهيو ويندو آهي. ان کان علاوه اهي جادو، منتر ۽ جن يا ڀوت پڃائڻ جا ٽوٽا، ڦيٽا به ڄاڻندا آهن. معجزاتين ۽ مافوق الفطرت ڳالهين ۾ تمام گهڻو يقين رکن ٿا. ڪيترائي قبيلا مذهبي ۽ سماجي لحاظ کان گهڻي پاڳي هڪجهڙائي به رکن ٿا. هڪٻئي کان ٿوري ڦيرڦار سبب الڳ پڻ آهن. انهن ۾ ڪجهه اهڙا قبيلا به آهن، جيڪي مئل جانور جو گوشت يا شڪار وسيلي حرام قرار ڏنل جانور جو گوشت کائن ٿا. جنهنڪري سماج ۾ ڪين حقارت جي نگاهه سان ڏٺو ويندو آهي.

سنٿالن ۾ قبيلائي لحاظ کان ڪمن ۽ عملن جي بنياد تي ذات پات جو نظام پڻ ملي ٿو جيتوڻيڪ اهي جسماني ۽ نسلي لحاظ کان هڪ ئي خاندان سان تعلق رکندڙ آهن. پر رهڻي، ڪهڻي، ريتن ۽ رسمن، عملن توڙي ڪمن جي بنياد تي هن قبيلي ۾ ڪيتريون ئي ذاتيون پڻ آهن. ڪمن ۽ عملن ۾ هڪجهڙائي رکندڙ قبيلن ۽ ذاتين وارا پاڻ ۾ رشتيداري يا شادي مرادي به ڪن ۽ هڪٻئي سان ڏيتي ليتي به ڪندا آهن. سنٿالن جي هئي ڪنهن به قبيلي يا ذات مان رشتيداري ڪرڻ کي غلط ۽ اصول جي خلاف سمجهيو وڃي ٿو. ظاهري طور تي هن قبيلي جي ڪجهه ذاتين جي عقيدن، حرام جانور ۽ مئل جانورن جي گوشت کائڻ سبب مهذب قومون کائن نفرت ڪن ٿيون. جنهنڪري ڪجهه اهڙين ذاتين کي آرين، مليڇ يا پليد ڪري سڏيو آهي. سنٿالن ۾ ڪيترائي قبيلا سڌريل، مهذب، زميندار، پڙهيل لکيل ۽ جديد انداز ۾ زندگي گذاري رهيا آهن. ماهرن جو خيال آهي ته قومن جو هڪٻئي تي تسلط قائم رکڻ ۽ هڪٻئي کي ڌڪار سبب گذر معاش لاءِ ڪجهه اهڙا خيالات رونما ٿيندا رهيا آهن. جيڪي زوال بعد ڪنهن به قوم جي ڪريل اخلاقي حرڪتن ۾ شامل ڪيا وڃن ٿا. سنٿالن ۾ ڪجهه اُهڙا اڳواڻ به پيدا ٿيا آهن، جن ٻي قوم جي تسلط ۽ حڪمراني کي مڃڻ کان انڪار ڪندي بغاوت ڪئي آهي. جن ۾ سڌو ۽ ڪانهو مرمو جا نالا

اهم آهن. جن 30 جون 1855ع تي 30 هزار سنٿالن جي جٿي جي اڳواڻي ڪندي، انگريز سامراج خلاف بغاوت جو اعلان ڪيو هو. انگريزن جي پيش قدميءَ سبب اهي ٻئي اڳواڻ مارجي ويا، جنهن بعد هندستان ۾ سنٿال قبيلا اڄ به سندن اڳواڻن جي ياد ۾ ڏهاڙا ملهائيندا اچن پيا.

سنٿالن ۾ ٻارنهن مکيه قبيلا آهن، جيڪي سندن روايتي ڏند ڪٿائن 'پيلڪوهرام' ۽ 'پيلڪوپُودي' مطابق تقسيم ٿيل آهن. انهن ٻارنهن مکيه قبيلن ۾ نجهاسڪ، مراندي، سورن يا سپاهي، هيم برام، تودو/توڙو، ڪسڪو، باسڪ، بيسرا، ڪور، پؤريئا، ڊونڪا يا پادولي ۽ مرمو شامل آهن. سنٿالن جو هر هڪ قبيلو پنهنجي پيشي جي لحاظ کان هڪٻئي کان الڳ آهي ۽ هر هڪ قبيلي کي پنهنجا پنهنجا اختيار ۽ اصول آهن. سنٿالن جي انهن مختلف قبيلن مان جيڪڏهن ڪنهن فرد پنهنجي قبيلي کان ٻاهر ٻئي سنٿال قبيلي مان شادي ڪئي ته ان عمل کي سندن قاعدن ۽ اصولن جي ڀڃڪڙي سمجهيو ويندو آهي ۽ ڪن صورتن ۾ ڪيس برادري يا نيات مان ٻاهر پڻ ڪيو ويندو آهي. عام طور تي مراندي ۽ ڪسڪو قبيلن وارا پاڻ ۾ شادي نه ٿا ڪري سگهن. ڇاڪاڻ ته اهي قبيلا قديم وقت کان هڪٻئي جا دشمن قبيلا سمجهيا وڃن ٿا. اهڙيءَ طرح تودو ۽ بيسرا به هڪٻئي سان سڱابندي يا مائٽي نه ڪندا آهن. سنٿال قبيلن ۾ ذات پات ۽ قبيلائي نظام، عملن ۽ ڪمن جي بنياد تي قديم زماني کان ونڊ تقسيم ٿيل ڏسجي ٿو ۽ هندو ذات پات واري نظام سان مطابقت رکي ٿو. سنٿالن ۾ مرمو هڪ اعليٰ ذات آهي. هي قبيلو برهمڻ ۽ پروهتن وانگر سنٿالن جي سمورن قبيلن جا مذهبي ڪم ڪار سرانجام ڏيندو آهي. سوهيه يا سپاهي ويڙهاڪ ۽ جنگجو قبيلو آهي، هي هندن جي ٻئي نمبر وڏي طبقي 'ڪترين' وانگر محافظ قبيلي طور ڪم سرانجام ڏئي ٿو. مراندي ذات وارن جو پيشو واپار آهي ۽ ڪسڪو قبيلي کي حڪمراني يا راڄائي جون ذميواريون سونپيل آهن. تودو ذات سان تعلق رکندڙ مگٽهارڪو ۽ دهل وڄائڻ جو ڪم ڪن ٿا. اهڙيءَ طرح ٻين ذاتين وارا ڪرمت، شڪار ڪرڻ سميت مختلف ڪم ڪار ڪن ٿا. ذات پات جو نظام يا هندن جو ورڻ سسٽم به سنٿالن جي ڪم ڪارن ۽ عملن جي بنياد تي ورهايل پائنجي ٿو. ڪن ماهرن جو خيال آهي ته سنٿالن ۾ هي نظام تمام قديم زماني کان ونڊ مروج آهي، پر ڪي ماهر چون ٿا ته سنٿال هندن جي ذات پات واري نظام کان متاثر ٿيا هئا، جنهنڪري انهن اهڙو نظام اپنايو هجي. پر ٻنهي صورتن مطابق هندڪي سماج ۾ ڪين تمام گهڻ سماجي حيثيت ڏني وئي آهي. سنٿالن ۾ اڄ به سندس عادتون ۽ اطوار، ڪم ۽ فعل قبيلي جي بنيادي اصولن جي اثر هيٺ آيل آهن، جنهنڪري هو پنهنجي قبيلائي نظام ۾ تمام گهڻا مضبوط آهن. نجهاسڪ اڄ به پنهنجي قبيلائي نظام موجب پنهنجي نالي سان گڏ روايتي نالا به جوڙين ٿا. سندن نالا نر هنس ۽ مادي هنس پکي (هنج پکي) جي نالن سان مشابهت رکندا آهن. سندن عقيدو آهي ته دنيا ۾ پهريون انسان انهن پکين جي معرفت پيدا ٿيو، جنهنڪري اهي پاڻيءَ جي پکين بدڪن، هنج ۽ قاز وغيره جو احترام وچان گوشت نه کائيندا آهن ۽ نه ئي وري انهن پکين جو شڪار ڪندا آهن. سنٿالن جو هي قبيلو (نجهاسڪ) پهريون ۽ بنيادي قبيلو مڃيو وڃي ٿو.

انهن ٻارنهن قبيلن کان علاوه هر هڪ قبيلي جا ٻارنهن يا ٻارنهن کان وڌيڪ پاڙا يا نکون آهن، جيڪي سندن ابن ڏاڏن جي نالن جي بنياد تي پيدا ٿيل پائنجن ٿا. سنٿالن جو هر هڪ قبيلو پنهنجي انهيءَ نک/پاڙي کي پنهنجي مکيه ذات تسليم ڪري ٿو. مثال طور: ڪسڪو قبيلي جي ڪيترين ئي ذاتين وارا پنهنجي ڪسڪو قبيلي جي ذاتين ۾ رشتيداري يا مائٽي ڪندا آهن ۽ ڪسڪو سندن مکيه قبيلو سمجهيو وڃي ٿو. سنٿالن جي ٻئي مکيه قبيلي سان ڪڏهن به مائٽي ڪرڻ پسند نه ڪندا آهن، جيئن هندن ۾ عام رواج آهي. پر هڪ ڳالهه ۾ سنٿالن جو قبيلائي نظام هندن جي طبقاتي نظام کان تمام گهڻو مضبوط، مٿانهون ۽ اعليٰ درجي جو آهي، ڇاڪاڻ ته اهي پنهنجي سنٿال قبيلي سان رواداري ۽ برابريءَ وارو سلوڪ رکن ٿا. هي قبيلو ذات پات ۽ رنگ نسل جي ڪيترن ئي ناقص عنصرن کان آزاد ۽ آجو آهي. اهي پاڻ ۾ ڪنهن به قسم جو تفاوت يا ويڇو نه ٿا رکن، بلڪ پاڻ کي هڪ ئي نسل مان سمجهن ٿا. جيتوڻيڪ قبيلائي نظام مطابق سماجي ۽ رسمي طور تي اهي پنهنجي قبيلي کي وڌيڪ اهميت ڏين ٿا، تنهنڪري ڪجهه قدر منفرد پڻ آهن.

مذهبي عقيدي مطابق سنٿالن جو تمام وڏو ۽ اعليٰ درجي جو ديوتا 'ٺاڪرجي' آهي. جنهن جي سنٿال تمام گهڻي پوڄا ڪندا آهن. سنٿال روحن ۽ آتمائن ۾ تمام گهڻو يقين رکن ٿا. ان موجب سندن روحن جي عدالت بونگا آهي، جنهن ۾ سندن ابن ڏاڏن ۽ پرکن جا روح ۽ پڻ ڪيترائي اعليٰ درجي جا روح آهن، جيڪي قدرتي نظام کي هلائي رهيا آهن. ڪين عبادت، نذر ۽ نياز جي ذريعي خوش ڪيو وڃي ٿو. اهي ڪانئن تمام براين کان بچائن ٿا. ان کان علاوه اهي روح سندن گهرن، ڳوٺن، ٻارن، ٻڍن، جوانن ۽ جانورن مطلب ته هر شيءِ جي حفاظت ڪن ٿا ۽ ڪين صحيح رستو ڏيکارين ٿا. هنن جي عقيدي موجب سنن ۽ اعليٰ درجي جي روحن ڪانسواءِ ڪجهه خراب ۽ دشمن روح به آهن، جيڪي ڪين نقصان پهچائن ٿا ۽ بيماريون ڦهلائين ٿا. اهڙا خراب روح ڳوٺن کان ٻاهر جهنگن، جبلن، پاڻيءَ ۽ مختلف قسمن جي خطرناڪ جانورن جي وجود ۾ رهن ٿا. سٺا روح سندن آس پاس ۽ ڳوٺن ۾ رهن ٿا، جيڪي خراب روحن سان مهاڏو اٽڪائيندا آهن. سنٿال هر سال پنهنجي عظيم روحن جي ياد ۾ تهوار ملهائيندا آهن ۽ عبادت ڪري ڪين خوش ڪندا آهن. انهن روحن مان مارن برو يعني عظيم پهاڙ سندن اهم ۽ اعليٰ درجي جو مقدس روح آهي، جنهن روايتن موجب سنٿالن جي عبادت کان خوش ٿي، سڀ کان پهريائين ڪين جنسي ميلاپ ۽ ڇانورن جو شراب ٺاهڻ سيکاريو. سندس راڻي روح 'جاهرايرا' يعني وڻن جا گهاٽا جهڳٽا يا

گهاتو جهنگ بہ تمام هڏڏوڪي ۽ مهربان آهي. اهي سال ۾ هڪ ڀيرو اهڙن خاص ڏهاڙن تي ڄمڻ، مرڻ ۽ شادي ڪرڻ جون ڪيتريون ئي مذهبي رسمون هڪ ئي وقت ادا ڪندا آهن. ان سان گڏوگڏ باسون بہ باسيندا آهن ۽ پنهنجي ڪڙم قبيلي، جانورن ۽ پکين جي حفاظت لاءِ دعا گهرندا آهن. سندن مذهبي پيشوا مرد ماڻهو هوندو آهي، جيڪو هڪ ئي وقت پنڊت، پروهت سان گڏوگڏ تمام وڏو حڪيم ۽ ويج بہ هوندو آهي، جيڪو سندن مذهبي رسمن جي ادائيگي ڪرائڻ ڪان علاوه ڪين اڳڪٿيون ٻڌائيندو آهي ۽ ڪين ڪيترائي ڪرشماتي عمل يا معجزا پڻ ڪري ڏيکاريندو رهي ٿو. سنتالن ڪان علاوه ڪجهہ ٻين هيٺئين طبقي سان تعلق رکندڙ مختلف قبيلن مان جهڙوڪ ڪاريا، منڊا ۽ اورائون بہ ساڳيائي عقيدو رکندا آهن.

پيشي جي لحاظ ڪان سنتالن جو گذر معاش گهڻو ڪري زراعت تي آهي. اهي قديم زماني ڪان وٺي هارپي ۽ ٻني ٻاري جو ڪم ڪندا آيا آهن. جهنگ ڪٽي، سخت زميني پورهيو ڪرڻ سندن جياپي ۽ روزگار جو ذريعو آهي. ان ڪان سواءِ اهي موجوده وقت ۾ ڪوئلي جي ڪاڻين ۾ بہ ڪم ڪن ٿا. زراعت ڪان سواءِ چوپايو مال بہ ڌارين ٿا. ڪين پراڻي دور ڪان وٺي ٻيڙيون ناهڻ ۽ هلائڻ ۾ پڻ وڏي مهارت حاصل آهي. اهي شڪار ڪرڻ ۽ نشاني بازي جي فن ۾ بہ قديم زماني ڪان وٺي تجربيڪار رهيا آهن. سندن هٿيارن ۾ ڀالو ۽ تير ڪمان اهم آهن. مذهبي تهوارن ۽ هندستاني ثقافتي ڏهاڙن ۾ سنتالن جي فن ڏيکارڻ لاءِ تيراندازيءَ جا پروگرام ڪيا ويندا آهن.

موجوده وقت ۾ هي قبيلو تمام گهڻو اڳتي ترقيءَ ڏانهن اسري چڪو آهي. هن وقت سنتال حڪومت جي هر هڪ شعبي ۽ ڪاتي ۾ ڏٺا وڃن ٿا. انهن مان ڪيترائي ڊاڪٽر، انجنيئر ۽ سرڪاري ملازم آهن.

سنتالي ثقافت ڪيترن ئي سالن ڪان عالمن ۽ اينٿروپالاجيءَ جي ماهرن جي ڌيان جو مرڪز پڻ رهي آهي. سنتالي ثقافت جو هڪ حصو سنتالي ٻولي آهي، جنهن ۾ ڪيترو ئي زرخيز ادب سمايل آهي. هن ٻوليءَ ۾ لوڪ شاعري ۽ لوڪ ڪهاڻين جو تمام وڏو حصو اچي وڃي ٿو. سندن روايتي ۽ مذهبي ڏندڪٿائون، جن ۾ سندن ابن ڏاڏن جي ڪارنامن جو ذڪر آهي، انهن جا نالا 'پيلڪو هرام' ۽ 'پيلڪلو پودي' آهن. سنتالي چترڪاريءَ جي فن ۾ بہ ماهر آهن، سندن گهرن ۾ تمام خوبصورت نقش نگاري ٿيل هوندي آهي. چترڪاريءَ جو اهو فن قديم زماني ڪان وٺي هلندو اچي پيو.

سنتال قبيلي ۾ سڀ ڪان اهم ناچ، راڳ ۽ ساز آهن، جنهن ۾ اهي فنڪاراڻي حيثيت سبب تمام گهڻا مشهور آهن. سندن لوڪ گيت ۽ ناچ، سندن خوشين جو اظهار ۽ تهوارن جي ريتن ۽ رسمن جو خاص پهلو آهن. سنتال پنهنجا لوڪ گيت ۽ لوڪ ناچ گڏيل نموني سان ادا ڪندا آهن. اهڙا لوڪ گيت ۽ لوڪ رقص خاص مذهبي ڏهاڙن، موسمي تهوارن، خوشيءَ جي موقعن ۽ شادي مراديءَ جي وقتن ۾ پيش ڪيا ويندا آهن. راڳ ۽ ناچ ڪانسواءِ سنتالي موسيقي بہ تمام گهڻي مشهور آهي، سنتالي موسيقيءَ ۾ ٽن اعلىٰ ترين خوبين وارا ساز استعمال ڪيا ويندا آهن. ان ۾ ٻہ خاص قسم جا دهل آهن، جن کي 'تمدا' ۽ 'تمڪ' چئبو آهي. ان ڪانسواءِ هڪ قسم بانس جي بانسريءَ جو ٿئي ٿو.

سنتالي مرد توڙي عورتون گڏيل نموني سان ساز ۽ گيت جي سر ۽ تال تي گهيري جي صورت ۾ رقص ڪندا آهن. اهو چونڪ يا ڏونڪ سان وڄندڙ منفرد ۽ دل لڀائيندڙ موسيقي يا ترنم هوندو آهي، جنهن ۾ مرد ۽ عورتون گڏيل يا الڳ الڳ ٽولن جي صورت ۾، گول دائري ۾ پنهنجي فن جا ڪرتب ڏيکاريندا آهن. سنتالي مرد ۽ عورتون گڏجي بہ رقص ڪندا آهن تہ سندن الڳ الڳ رقص بہ ٿئي ٿو. گهڻو ڪري ڪيترائي لوڪ رقص مرد ادا ڪندا آهن. انهيءَ ناچ جا ڪيترائي نمونا ۽ طريقا ٿين ٿا، جيڪي موقعي جي مناسبت سان ڪيا ويندا آهن.

سنتال قبيلي جي خاص تهوارن تي ديسي ناچ ڪيو ويندو آهي، جيڪو مرد ڪندا آهن. ان ۾ وڏي پئماني تي سال ۾ هڪ ڀيرو 'گلوري' ۽ 'همتي' ناچ ڪيا وڃن ٿا، جڏهن تہ 'ٻها' ۽ 'سوهورائي' ناچ هر موسم جي پڄاڻي ۽ هر نئين موسم جي آغاز جي تهوارن ۾ ڪيا ويندا آهن. ان ڪان علاوه ٻيا بہ ڪيترائي ناچ جا قسم آهن، جيئن: شادي مراديءَ جي موقعن تي 'ڊونگ' ناچ ڪيو ويندو آهي. اهو ناچ خاص ڪري ٻين سماجي رسمن ۽ خوشيءَ جي موقعن تي پڻ ڪيو وڃي ٿو. ان ڪانسواءِ سنتالي ناچ جا ٻہ مشهور قسم 'رنجها' ۽ 'جهڪا' آهن، جيڪي پڻ خوشيءَ جي موقعن تي ڪيا وڃن ٿا. عورتون خاص ڪري شادي مراديءَ جي موقعن ۽ مذهبي رسمن جي ڪن موقعن تي گڏجي رقص ڪنديون آهن.

سنتالي ناچ وقت ڳائجندڙ گيتن کي عام طور تي 'سيرنگ' چيو وڃي ٿو. اهي لوڪ گيت ساز سان هم آهنگ ٿي ڳائبا آهن ۽ گڏوگڏ رقص بہ ڪيو ويندو آهي. هتي ڪولهي بہ اهڙو ناچ ڪندا آهن ۽ اهي ان ناچ سان گڏوگڏ دهل جي ٺاپ تي 'راسوڙا' بہ ڳائيندا آهن. ان ڪان سواءِ سنتالن جا ڪجهہ لوڪ گيت ڪيتي واهيءَ جو پڙلاءُ آهن، جيڪي ٻني ٻاري جي ڪم دوران ڳايا وڃن ٿا. اونهاري جي شام مهل 'گم سيرنگ' نالي لوڪ گيت ڳايو وڃي ٿو جيڪو پڻ سنتالن جو راحت ڀريو ۽ سڪون ڏيندڙ گيت آهي.

**سنتالي ٻولي:** سنتالي ٻولي هندستاني ٻولين ۾ قديم ۽ واحد قبيلائي ٻولي آهي، جيڪا موجوده وقت تائين سالم ۽ محفوظ حالت ۾ بچي سگهي آهي. ننڍي کنڊ جي هر ٻوليءَ تي مختلف حملي آورن جي دورن جهڙوڪ: آرين هن سفيد پوش، مغل ۽ انگريز دورن جي پنهنجي ٻوليءَ جا ڪيترائي اثر ملن ٿا، پر سنتالي ٻولي هر دور ۾ محفوظ پئي رهندي آئي آهي. هيءَ ٻولي سنتال قبيلي جي قديم ماڻهن جي اظهار سبب وجود ۾ آئي هئي. لسانيات جي علم جي ماهرن هن ٻوليءَ جو تعلق آسٽرو ايشيئيٽڪ فئملي (Austro Asiatic Family) جي ٻولين سان

چاڻايو آهي. سنٿالي ٻوليءَ جون ڪيترين ئي قبيلائي ٻولين ۾ محاورا جهڙوڪ: منڊري، ڪورڪو، سوارا، گدابا، ڏکڻ اوڀر ايشيا جي ملڪن سان تمام ويجهي مطابقت رکن ٿا. انهن مان ڪي محاورا هوبهو وتناميز ۽ ڪمير ٻولين جهڙا آهن. اهو اثر قديم زماني جي تعلقن، نسلي هڪجهڙاين ۽ ثقافتي هڪجهڙاين سبب سنٿالي ٻوليءَ تي واضح نظر اچي ٿو.

ويهين صدي عيسويءَ کان اڳ سنٿالي ٻولي لکت جي صورت ۾ موجود نہ هئي، بلڪ اها ٻولي قبيلائي لحاظ کان عام طور تي ڳالهائي ويندي هئي.

موجوده وقت ۾ سنٿالي ٻوليءَ جي لپي تيار ڪئي وئي آهي، جنهن موجب هيءَ ٻولي لاطيني/رومن، ديوناگري، اوريا ۽ بنگالي ٻولين جي صورت موجب لکي سگهجي ٿي. هن ٻوليءَ جي آوازن ۽ اچارن کي ڏسندي لکڻ ۽ سمجهڻ لاءِ بلڪل نئين لپي جي چونڊ ڪئي وئي هئي. جنهن مطابق هندي ۽ رومن اکرن کي ملائي هڪ منفرد لپي ايجاد ڪئي وئي آهي. جنهن کي 'اول چڪي' لپي يا رسم الخط جو نالو ڏنو ويو هو. هي لپي هندستاني رياست جي اوڙيسا علائقي 'ميورڀنج' جي رهواسي پنڊت رگهو ناٿ مرمو 1925ع ڌاري تيار ڪئي. جنهن ڪانپوءِ ساڳئي علائقي سان تعلق رکندڙ اسڪالر شري پورڻ چندرا ڀنج ڏيو مهراج هن رسم الخط کان متاثر ٿي، سنٿالي ٻوليءَ جي شهرت ۽ سنٿالي معاشري جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ هن رسم الخط جي ذريعي سنٿالي ٻوليءَ کي تحرير ڪري تمام وڏو ڪم ڪيو. هن سنٿالي ٻوليءَ ۾ ڪل 150 ڪتاب لکيا، انهن ۾ سنٿالي ٻوليءَ جو گرامر، ناول، ڊراما، شاعري، ڪهاڻيون ۽ مختلف مضمون شامل آهن. ان سان گڏوگڏ ٻين ڪيترن ئي اسڪالرن سنٿالي ٻولي جي سماجي، اخلاقي ۽ تهذيبي ترقي ۽ بلنديءَ خاطر وسيع پئماني تي ڪوششون ورتيون. پنڊت رگهو ناٿ مرمو کي سندس خدمتن عيوض 'ميور ڀنج آدي باسي مها سڀا' طرفان 'گرو گومڪ' جو خطاب ڏنو ويو. ڊاڪٽر بيومس چڪرابرتي بنگالي ۽ سنٿالي ٻولين جي مشترڪ ۽ هڪجهڙائيءَ وارين خوبين تي تمام وڏو ڪم ڪيو آهي. سندس خيال ۽ تحقيق موجب بنگالي ٻولي سنٿالي ٻوليءَ کان تمام گهڻو متاثر ٿيل آهي. هن ٻنهي ٻولين ۾ اهڙيون ڪيترين ئي خوبيون بيان ڪيون آهن، جيڪي هندستان جي ڪيترين ئي ٻولين ۾ اڻ لڀ آهن. اول چڪي رسم الخط ۾ ڪل ڇيهہ اکر ڏنل آهن ۽ 5 حرفي علامتون/اعرابون يعني زير، زبر، پيش وغيره جون نشانيون ڏنيون ويون آهن. ان سان گڏوگڏ هن ٻوليءَ ۾ ڇهہ حرف علت ۽ اضافي حرف علت پڻ ڏنا ويا آهن.

**سنٿو:** هن کي سنڌيءَ ۾ سنٿو، اردو ۾ سنٿا، انگريزي ۾ Dodonaea ۽ لاطيني ٻولي ۾ Dodonaea چيو ويندو آهي. هي وڻ ننڍي قد جو، ساون پتن ۽ گلن سان، اصل ۾ ٻهاڙي علائقن ۾ ٿئي ٿو سنڌ ۾ ڪير ٿر جي جبلن ۾ عام جام آهي. مالهي ان کي باغن ۾ هڪ واڙ طور استعمال ڪن ٿا. جنهن جي ڪري هڪ ديوار جو منظر ڏيڻ ۾ اچي ٿو هن جي



ڪاٺ مان زرعي اوزارن جا هٿڊل ٺاهيا وڃن ٿا.

**سنج:** سنج، گهوڙي تي سواري ڪرڻ لاءِ رکبا آهن. جيئن گڏه جا آتر ۽ اٺ لاءِ پلاڻ لفظ ڪتب آندو وڃي ٿو ائين گهوڙي کي تيار ڪرڻ لاءِ مٿس سنج رکبا آهن. سنجن ۾ هنو، ٽڙها، تل، دبنجي، تنگ ۽ لغام اچي وڃن ٿا. هنو، لوهہ يا پتل جي جي پترن کي خوبصورت انداز ۾ ڪاٺ جي فريم تي مڙهي ٺاهبو آهي. ڪاريگر ان تي گلڪاري بہ ڪندا آهن. پويان کان اڳ تائين هني ۾ جيڪو چمڙو سوار جي ويهڻ لاءِ لڳايو ويندو آهي، انهيءَ کي چل يا مڙدو چئجي ٿو جڏهن تہ هني ۾ ٻنهي پاسن کان ٻہ ٻيٽا چمڙي جا مضبوط پٽا وجهبا آهن. جن کي دوال چيو ويندو آهي. انهن تي پير رکڻ لاءِ لوهہ جا فريم وجهبا آهن. جن کي رڪيب چئبو آهي. تل ۽ هني جي وچ ۾ يعني تل جي مٿان ۽ هني جي هيٺان ٽڙها رکبا آهن. هي چمڙي ۽ ڪپڙي جي مدد سان ٻن الڳ الڳ حصن تي مشتمل ٿين ٿا. ٽڙهن جي ڪپڙي ۽ چمڙي جي ڏور سان پاڻ ۾ ٻنهي طرفن کان ملائي ڳنڍجي ٿو ڪپڙي ۽ چمڙي جي وچ ۾ ڪپهہ، ڪاٺ جو ٻورو، ٻهہ يا ڪاغذ ۽ گتي جي ڪترپربل هوندي آهي، جيئن اهي هلڪا ۽ نرم رهن. گهوڙي تي سنج رکڻ بابت ماضيءَ جي ٻاراٽي نصابي ڪتاب ۾ هڪ ٻاراٽي گيت 'مٺڙا گهوڙا اوري آءُ' ۾ بہ ذڪر هو، جنهن کي ٻار ڏاڍي چاهہ سان پڙهندا هئا:

جڏهن شام جا وڄندا پنج،
توتي رکندس سهڻا سنج،
ٻالڪ چوندا ڊوڙو ڊوڙو،
ڏسو ڪڪي جو سهڻو گهوڙو!

جڏهن ته شيخ اياز جي هڪ ٽيڙوءَ ۾ به سنجن جو ذڪر هن ريت ملي ٿو:

اچ ويهه گهڙي پرسان،
مون سنج وڏا گهوڙي،
تولاءِ پيو ترسان.

**تل:** گهوڙي جي سنجن ۾ هي سڀ کان وڏيڪ اهم شيءِ ٿئي ٿي، جيڪا وڏيڪ محنت سان ٺاهي ويندي آهي. تل ڏاس، پشم، يا اٺ جي ملس مان ڏاڍي محنت سان ٺاهين ٿا. ڪاريگر هڪ قسم جو ڪونئر ڄمائي، ٻنهي پاسن سان (ٺونٺ کان ڪرائيءَ واري حصي جي زور سان) ان کي ملين ٿا، جنهن سبب سندن جي ٻانهن جا وار به لهي پوندا آهن ۽ ڪل ڦاٽي پوندي آهي. تل جو ڪم سنڌ ۾ اڳي به تمام گهڻ ڪاريگر ڄاڻندا هئا، تل جي مٿئين پاسي پشم سان خوبصورت گلڪاري پڻ ٿيندي آهي. آخر ۾ تل جي مٿئين حصي کي ڪائيءَ جي سخت مترڪي سان گهٽو ستبو آهي، جيئن تل پنهنجي جاءِ تي ڄمي وڃي.

**تنگ:** هني مان چل مڙدي هينان ٻاڙي کن ويکر وارو پٽو، جيڪو چمڙي ۽ ڪپڙي سان ٺاهيو وڃي ٿو. متائي ٽڙن ۽ تل متان گهمائي هڪ طرف کان لوهه جي ٻن هڪن ۾ چمڙي جي پٽيءَ سان ٻڌي، سنجن کي مضبوطيءَ سان جهلڻ واري ان پٽي/بئلٽ کي تنگ چيو ويندو آهي. سنڌ جي عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي به پنهنجي شاعريءَ ۾ تنگ جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي:

تنگ، مهارون، توبرا، بينا جت جوڙين

يا وري:

تنگن ڏيئي تاڻ، پنهون نيائون پاڻ سين.

**سنجاق (جهنڊو) شريف:** حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جو علم (جهنڊو) مبارڪ، جيڪو اڄ تائين استنبول (قسطنطنيه) ۾ حفاظت سان رکيل آهي. ان جي ڊيگهه 12 فوٽ آهي، جنهن جي وچ ۾ هڪ چؤڪُنڊو چانديءَ جو خول رکيل آهي. ان ۾ قرآن مجيد جو هڪ قلمي نسخو رکيل آهي، جنهن لاءِ مشهور آهي ته اهو نسخو حضرت عثمان رضہ جي هٿن جو لکيل آهي. ان علم تي هڪ ٻيو جهنڊو (رايت نالي) ويڙهيل آهي، جنهن کي حضرت عمر فاروق رضہ ڏانهن منسوب ڪيو وڃي ٿو. ان سنجاق تي پٽ جي چمڪندڙ ڪپڙي جا چاليهه غلاف چاڙهيل آهن. اهو سيڪجهه وري هڪ سائي رنگ جي غلاف ۾ ويڙهيل آهي. انهن سيني غلافن ۾ هڪ ننڍڙي سائيز جو قرآن مجيد پڻ پيل آهي، جيڪو حضرت عمر رضہ جو آهي. ان کان سواءِ هڪ چانديءَ جي ٺهيل ڪعبة الله شريف جي ڪُنجي به انهن غلافن ۾ ويڙهيل آهي. اها ڪنجي مڪي شريف جي گورنر سلطان سليم اول کي ڏني هئي. اهو (سنجاق/ جهنڊو) مختلف دورن ۾ مختلف بادشاهن جي قبضي ۾ رهيو. اُهي اُن کي مختلف مهمن ۾ پاڻ سان گڏ کڻي ويندا هئا ۽ فتح ٿيڻ کانپوءِ ان کي آبنوس (وڻ) جي لٺ سان لاهي گهٽيون ٿي رسمون ادا ڪري، دعائون گهُري، عنبر ۽ عود جي خوشبو مکي نهايت خوبصورتيءَ سان سينگاري صندوق ۾ بند ڪري رکندا هئا. انهيءَ صندوق ۾ حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جن جا ٻيا تبرڪان يعني لباس وغيره به رکيو ويندو هو.

**سنجراڻي (ذات):** 'سنجراڻي' مزاري بلوچن جي رستماڻي قبيلي مان هڪ پاڙي جو نالو آهي، لغارين جي هڪ پاڙي جو نالو پڻ 'سنجراڻي' آهي. لعلڻ خان لغاري ڏورن، بيتن ۽ ڳجهارتن جو سگهڙ پڻ سنجراڻي هو. اها ڳالهه ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪتاب 'ڏور' ۾ لکي آهي ته 'سراواني سنجراڻي خالص بلوچ آهن. 1911ع ۽ 1931ع واري آدمشماري رپورٽ موجب 'سنجراڻي' ميرجتن ۽ جت قبيلي مان هئا، جن بعد ۾ پاڻ کي بلوچ سڏرايو. هن وقت به جتن جي ذاتين ۽ پاڙن تي نظر وجهبي ته انهن ۾ 'سنجراڻي' نظر اچن ٿا. جتوئيءَ جي هڪڙي پٽ جو نالو 'سنجر' هو. ان جي اولاد کي پڻ 'سنجراڻي' چون ٿا. ٻرڙن ۾ پن 'سنجراڻي' آهن، جيڪي جيڪب آباد طرف رهندڙ آهن. سنجراڻي پاڙي/ ذات جو مورث اعليٰ سنجر خان هو، جنهن جي نالي پٺيان 'سنجراڻي' سڏجن ٿا. سنڌ جو اڳوڻو چيف سيڪريٽري، اسلم سنجراڻي پڻ هن ذات مان هو.

**سنجر ابڙو (ديهه):** تعلقي رتيديري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مياڻي، آچر فقير، پنڊ پنيور ۽ سچڻ لباڻو.

**سنجراڻي (ديهه):** تعلقي ٺري ميرواهه ۽ ضلعي خيرپور ميرس جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سنجراڻي گهر، ميهر ويسر، ويسر، سوڍو خاصخيلي، ڏٽي بخش چنو، جمال الدين شر ۽ ڪروالا.

**سنجر پٽي (ديهه):** هي تعلقي شهدادڪوٽ ضلعي قمبر-شهدادڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ عرضي مرڪنڊ نالي هڪ ڳوٺ شامل آهي.

**سنجر پٽيءَ جو دڙو (ماڳ):** هي قديم ماڳ، 600ع کان 700 صدي عيسويءَ جو آهي. هي ضلعي شهدادڪوٽ، سنجر پٽي وايا ڳڙهي خيرو ۾ "30'59°27 ڊگريون اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ "10'57°67 ڊگريون اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي. هي ماڳ سنجر پٽي ڳوٺ لڳ روڊ جي ڪپ سان آهي. دڙو 150 ميٽر ڊگهو، 100 ميٽر ويڪرو ۽ 7 ميٽر اوچو آهي. دڙي تي ٺڪرائو سرن جا اڏڙ ۽ ٻيون وٿون ملن ٿيون. ماڳ جي کوٽائي ٿيل ڪونه آهي، پر وٿن کي چڪاسي چئي سگهجي ٿو ته هي ماڳ، 600 قبل مسيح کان 700 صدي عيسوي تائين آباد هو هن دڙي ۾ ٻارنهن تيرنهن سو ورهين جي تهذيب دفن آهي. ملسمانن جي اچڻ کان اڳ ڦٽي ويو هن ماڳ جي کوٽائي ٿيڻ گهرجي.

**سنجر ڪاشاني:** سنجر ڪاشاني، سنڌ جي ترخان گهراڻي جي ٻن حاڪمن مرزا جاني بيگ ترخان ۽ مرزا غازي بيگ ترخان جو درٻاري امير ۽ شاعر هو. هي ڪيترا سال ٺٽي ۾ رهيو. سندس پورو نالو مير محمد هاشم طباطبائي تخلص 'سنجر' سيد خاندان سان هو. 'تذڪرة ميخانه' ۾

چاڙهايل آهي ته. "مير سنجر جا سڀئي غزل ۽ قصيدا فصيح ۽ بليغ آهن ۽ عرفيءَ ڪانپوءِ استعارن جي صحيح استعمال ڪرڻ ۾ هن ڪانسواءِ ٻيو ڪو به نظر نٿو اچي." مير سنجر ڪاشاني اصل ۾ ايران جي شهر ڪاشان ۾ ڄائو. سندس والد مير رفيع الدين حيدر معمائي سڄي ايران ۾ مشهور هو ۽ اتي جا نامور عالم ۽ شاعر محتشم عاشق، مولانا وحشي يزدي، غيرتي شيرازي، فهمي ۽ حاتم ڪاشي سندس همعصر ۽ دوست هئا. مير معمائيءَ تي جڏهن ايران جي شهنشاهه شاهه عباسي صفويءَ (985هه/ 1577ع- 1038هه/ 1628ع) جي هجوگوئيءَ جو الزام لڳو، تڏهن مجبور ٿي ڪيس وطن ڇڏڻو پيو ۽ هندستان ۾ اچي اڪبر بادشاهه جي دربار ۾ شامل ٿيو.

مير سنجر ڪاشاني به پيءُ جي پٺيان اچي اڪبر جي دربار سان منسلڪ ٿيو ۽ سندس گذرسفر لاءِ هڪ سوني اشرفي روزينو مقرر ڪيو ويو ۽ اڪبري دور جو هڪ ممتاز شاعر ڪوٺجڻ لڳو. مير سنجر اڪبري دربار کي ڇڏي، ٺٽي ۾ پهچي ميرزا جاني بيگ جي دربار سان وابسته ٿيو. هي ميرزا جاني بيگ ۽ ان جي پٽ ميرزا غازي بيگ مان اهڙو ته متاثر ٿيو، جو ٻنهي پيءُ پٽ جي شان ۾ الڳ الڳ قصيدا چيائين. پر جلد سنڌ تي 1000هه/ 1591ع ۾ اڪبر بادشاهه حملو ڪيو. اڪبر بادشاهه جي سنڌ فتح ڪرڻ ڪانپوءِ 1002هه/ 1593ع ۾ مير سنجر ڪاشاني، ميرزا جاني بيگ سان گڏ اڪبري دربار ۾ پهتو. اڪبر جي دربار مان تڪليف ملڻ ڪانپوءِ مير سنجر بيجاپور پهتو، جتي هن بيجاپور جي حاڪم ابراهيم عادل شاهه جي مدح ۾ هڪ طويل قصيدو چيو. اتي جي وڏي وزير مولانا ملڪ قمي، مير سنجر کي پنهنجي ڌيءُ جو سڱ ڏئي پنهنجو نائي ڪيو. انهيءَ عرصي دوران هن جي پيءُ کي ايران جي شهنشاهه شاهه عباس صفويءَ وٽ ساڳيو مان ۽ شان حاصل ٿيو ۽ شاهه عباس صفوي هڪ فرمان تحت خلعت ۽ راهه جو خرچ موڪلي ايران اچڻ جي دعوت ڏني، پر سنجر جيستائين تياري ڪري، تيستائين سندس طبيعت تمام خراب ٿي وئي ۽ هو ايران وڃڻ بدران 41 سالن جي عمر ۾ 1023هه/ 1614ع ۾ پنهنجي حقيقي مالڪ سان مليو.

وقت جي نامور شاعر باقر خورده سندس وفات تي هيٺين قطعه تاريخ چئي:

سنجر زسر نهاد تمنائي سروري،
بي بادشاهه مانده جهان سخنوري،
تاريخ اُو به تعميه گفتم بوالدش،
افگنده 'بادشاهه سخن' چتر سنجري.
1021 +2 =1023

مير سنجر ڪاشانيءَ جو سڄو ڪلام 'ديوان سنجر' ۾ موجود آهي. هن جو ڪلام مثنوي، قصيدي، غزل ۽ رباعيءَ تي مشتمل آهي. ميرزا غازي بيگ جي شان ۾ چيل قصيدي ۾ هو پاڻ لاءِ هيٺين چوي ٿو ته:

من بلبل گلستان تته
من راوي داستان تته

(ترجمو: آءٌ ٺٽي جي گلستان جي بلبل ۽ ٺٽي جي داستان جو راوي آهيان.)

حب وطن ازدلم بدر برد
مهر گل و مهربان تته

(ترجمو: ٺٽي جي محبت واري گل ۽ مهربانين وطن جي حب دل مان ڪڍي ڇڏي آهيان.)

پرورده آب و نان سندهم،
آبادان خان و مان تته

(ترجمو: آءٌ سنڌ جو نمڪ خوار آهيان ۽ ٺٽي شهر جو رهاڪو آهيان.)

**سنجوڳي:** ايس. ايم. چنا موجب سنجوڳيءَ هيٺئين ڪلاس جا پڪشو يا پينو فقير آهن. سنجوڳي لفظ سنياسي ۽ جوڳي لفظ جي ميلاپ مان نهيل آهي. هي هندن جا هيٺئين ڪلاس جا پينو فقير آهن، جيڪي لنگوٽيءَ ۾ گذارين ٿا. اهي پاڻن (Ponas) يا ٻين هيٺئين ڪلاس جي هندن وٽ مقدس پير جو درجو رکن ٿا. هي ماڻهو لانگوٽي ٻڌا آهن يعني سندن عهد ٿيل آهي ته هو جنسي عمل نه ڪندا. هو تلسيءَ جي وڻن مان مٽيا ناهي انهن مان تسبيحون تيار ڪري ڪپائيندا آهن. جيڪي اوريا ذات جا ماڻهو ڳچيءَ ۾ پائيندا آهن.

سنجوڳين مان ڪي هارپو به ڪندا آهن پر گهڻن جو گذران پنڻ تي آهي. جڏهن هو پنڻ ويندا آهن ته سندن گوڏي ۾ گهنٽي ٻڌل هوندي آهي. جڏهن ته ڪلهي جي هڪ پاسي زنبيل ڪٽندا آهن. ڪي سنجوڳي ڪن اوريائي مذهبي عبادت گاهن ۾ ملازمت به ڪندا آهن. سندن اتي ڪم هوندو آهي ته فقيرن کي ڪاڏو ڪارائين. ڪاڏو ڪارائڻ کان پوءِ اتي ڪريل پنن مان نهيل باسڻ ۽ ٻيون شيون هٽائين ۽ بچيل ڪاڏو کائين.

خير محمد هرڙي لکيو آهي ته اهي مسلمان شيخ آهن. سندن عادتون ريتون رسمون اجا تائين هندن جهڙيون آهن. سندن هڪ پاڙو سنجولي لاڙڪاڻي ۽ ۽ دادوءَ ۾ رهي ٿو.

**سِنجي:** هن ٻوٽيءَ کي سنڌي ۽ اردوءَ ۾ سِنجي، انگريزيءَ ۾ Short Flowered Melilot ۽ لاطيني ۾ Melilotus Parviflora چيو ويندو آهي. هيءَ ٻوٽي جنهن جا پتا ٽن پتن سان ملي نهن ٿا، سنڌ ۾ ٿر ۽ ڪوهستان ۾ اپري ٿي. هن کي مال جي چاري لاءِ استعمال ڪيو ويو ٿو. هن کي چرڻ سان ڳئون کير وڌائي ٿي. هن جا ٻج پيٽ جي بيمارين ۾ مفيد آهن. ان ڪان سواءِ هن جو ٻج پيشاب آور آهي.

**سنجي سفيد** (Melilotuss alba/ White Sweet clover): هن گاهه کي سنڌيءَ ۾ 'سنجهه گاهه' سڏيو ويندو آهي. هي گاهه يورپ ۾ 1800ع ۾ جانورن لاءِ پوکيو ويندو هو. انهيءَ ڪانپوءِ ڪئناڊا ۽ آمريڪا ڪانسواءِ دنيا جي ڪيترين ٻين ملڪن ۾ پکڙجي ويو. هي گاهه ڪٽڪ ۽ مختلف دالين جي فصلن ۾ ٿئي ٿو. هي گاهه 5 ملي ميٽر ڊگهو ٿيندو آهي. حڪيم هن گاهه کي انسان جي جسم جي سور لاءِ مفيد سمجهن ٿا. هن

گاهہ ۾ نائٽروجن، فاسفورس، پوٽاشيم ۽ ڪئلشيم جهڙا ڪيميائي جزا تين ٿا. سنڌ ۾ هن گاهہ جي هيڊن گلن واري جنس عام آهي ۽ ڪٽڪ



جي فصل دوران عام ٿيندي آهي. سنجهہ جي ٻہ لوڙڪ ۽ مليري وانگر ياڄي ٿيندي آهي.

**سنجهہ** (Sweet clover): هي هڪ گاهہ يا چاري جو قسم آهي، جيڪو عام ڦرين وارن گاهن (Legume fodders) مان ٿئي ٿو. سنجهہ گاهہ ربيع جي موسم ۾ پوکي وڃي ٿي. هي گاهہ ڪنهن سٺي زمين جي تياريءَ کانسواءِ زرخيز زمين ۽ گهٽ پاڻيءَ تي بہ ٿئي ٿو. سنجهہ خشڪي وارين حالتن ۾ بہ ٿئي ٿي، جيڪا آبپاشيءَ جي گهٽ پاڻيءَ



سان نرڄبو آهي، ڇاڪاڻ تہ هي گاهہ ربيع جي موسم وارن فصلن ۾ ٻج جي ملاوت سبب اپري اچي ٿو. سنجهہ لاڳيتو واڌ ڪري ٿي. هي گاهہ يارت ۽ پاڪستان ۾ بہ پوکيو وڃي ٿو پر ڪجهہ محدود حالتن ۾ ڏکڻ آفريڪا، ارجنٽينا، ڪئناڊا ۽ ڏکڻ آسٽريليا ۾ ٿئي ٿو. هيءَ گاهہ رس دار ٿئي ٿو. هن ۾ ڪومرين نالي زهريلو مادو ٿئي ٿو جنهن جي ڪري هي گاهہ جانورن کي کارائڻ سان جانورن جو هاضمو گهٽ ٿيندو آهي، ڇو تہ ڪومرين جي ڪري سنجهہ جو ذائقو ڪارو هوندو آهي. ان ڪري هن گاهہ کي ڪٽڪ جي ٻهہ وغيره ۾ ملائي کارائبو آهي. سنجهہ جو گاهہ برصغير جي ڏيهي گاهن ۾ شمار ٿئي ٿو. سنجهہ گاهہ، برسيم ۽ لوسڻ جي ٻيٽ ۾ گهٽ اهميت رکي ٿو. سنجهہ جي پوک اتي ڪبي آهي، جتي برسيم ۽ لوسڻ گهٽ ٿين. هي گاهہ هر قسم جي زمين ۾ پوکجي ٿو. تنهنڪري عام سادي زمين کان وڌيڪ زرخيز لٽاشي يا چيڪي زمين هن گاهہ جي پوکيءَ لاءِ موزون آهي. هي گاهہ ڪلر وارين حالتن کي بہ برداشت ڪري ٿو. هن گاهہ جي پوک لاءِ زمين جي هلڪي تياري ڪجي، سنجهہ جي پوکيءَ لاءِ زمين کي ٻہ يا ٽي هرڏئي، ان کي سنوت ۾ آڻي، هڪ ايڪڙ زمين جا چار ٻارا تيار ڪجن ۽ ٻج کي پاڻيءَ ۾ ڇٽ ڪجي. سنجهہ جو نسل هر قسم جي آبهوائي حالتن ۾ واڌ ڪري ٿو. سنڌ ۾ هن گاهہ جي ديسي جنس پوکي وڃي ٿي، جنهن ۾ پيلي گل واري جنس عام آهي، جڏهن تہ هن گاهہ جي اڇي گل واري جنس بہ آهي. هن گاهہ جي پوکيءَ لاءِ 10 کان 15 ڪلوگرام في ايڪڙ ٻج استعمال ڪجي تہ جيئن گهر بل ٻوٽن جو تعداد ملي ۽ سٺي پيداوار حاصل ٿئي، تنهنڪري هن گاهہ کي ڪنهن قسم جي ياڻ جي ضرورت نہ پوندي آهي، ڇو جو هي گاهہ نائٽروجن جمع ڪري ٿو. هن گاهہ کي سڄي عرصي دوران ٻن کان ٽن پاڻي ڏجن. سنجهہ گاهہ پنجن کان ڇهن هفتن تائين گرمي برداشت ڪري سگهي ٿو. هن گاهہ جي سخت ٻج لاءِ وڌيڪ گهم يا ريج گهرجي يا پوکي بعد هڪ تڪڙو پاڻي ڏجي تہ جلد ڦوٽهڙو بهتر ٿئي. هن گاهہ جي صحيح سار سنڀال سبب 150 کان 200 مڻ في ايڪڙ پيداوار ملي ٿي. جڏهن تہ هن گاهہ جي ڪٽائي عام طور جنوريءَ کان مارچ تائين ٿئي ٿي. هيءُ اڪثر ڪري ٻين فصلن سان گڏ ڦٽي ٿو، جنهن سان خاص طور اناج واري فصلن جي واڌويجهہ تي ناڪاري اثر پون ٿا، تنهنڪري گاهہ کي ختم ڪرڻ لاءِ زهريلا ڦوهارا بہ ڪيا وڃن ٿا.

**سنجها**: سانجهيءَ جي وقت کي سنجهو، سنجها ويل يا سنڌيا پڻ چيو ويندو آهي. سج لهڻ کان وٺي رات جو 10 بجي تائين يعني رات جي پهرئين پهر کي سنجهو چئجي ٿو. اهو وقت، ڪم ڪار ڪندڙ جي موٽ ۽ مانيءَ ٽڪيءَ کائڻ جو وقت ٿئي ٿو.

**سندر اگناڻي**: مشهور سنڌي ڪهاڻيڪار، هدايتڪار، اداڪار، مضمون نگار ۽ ناٽڪ نويس سندر اگناڻي، پهرين آڪٽوبر 1936ع تي، ڳوٺ پريا، ضلعي نوشهروفيروز ۾ جنم ورتو. هن شروعاتي تعليم



پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪئي، ورهاڱي کانپوءِ هيءُ پنهنجي وڏن سان گڏ هندستان جي شهر جئپور لڏي ويو. جتان بي. اي ۽ آر. ڊي. ايس جون ڊگريون حاصل ڪيائين سندر اگناڻيءَ لکڻ جي شروعات پنهنجي اسڪول واري زماني کان ڪئي، سندس لکيل ڪهاڻيون، مضمون ۽ ناٽڪ مختلف سنڌي رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپجندا رهيا آهن. سندس ڇپيل ڪتابن جو تعداد 9 آهي، 1999ع ۾ ڇپيل سندس ڪتاب ’پاڻيءَ جا رشتا‘ بيحد مشهور ٿيو، جنهن ڪتاب کي هندستان جي وزارت تعليم پاران اوارڊ پڻ مليو.

سندر اگناڻيءَ جا ناٽڪ پڻ مشهور ٿيا، جن ۾ ’اشتهاري شادي‘،

’خدا گواهہ‘، ’مفت جو مال‘ ۽ ’اگني سنڪسار‘ شامل آهن. جن تي ڪيس 1995ع ۾ راجستان سنڌي اڪيڊمي اوارڊ، لائيف ٽائيم ڪنٽريبيوشن اوارڊ، اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا پاران بہ ڪيس ساڳي ئي سال اوارڊ ڏنو ويو. هيءُ راجستان سنڌي اڪيڊميءَ جو وائيس چيئرمين ۽ چيئرمين پڻ رهيو آهي. ان ڪانسواءِ اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا جو صدر ۽ ساهت اڪيڊميءَ جو صلاحڪار بہ رهيو آهي.

سندر اگناڻي آل انڊيا ريڊيو تي مسلسل فيچر لکندو رهيو آهي. ماهوار رسالي سهڻي جو ايڊيٽر هئڻ سان گڏ هي سٺو چترڪار بہ آهي. سندس ٺاهيل چتر ۽ ڪارٽون دلچسپ ۽ بامقصد هوندا آهن. سندس مستقل رهائش راجستان جي شهر جئپور (ڀارت) ۾ آهي.

**سُندراڻي** (ذات): سنڌ ۾ اڪثريت سان رهندڙ هڪ ذات. سندراڻي هڪ قبيلو آهي، جيڪو بزدي قبيلي مان نڪتل آهي. نامور محقق رحيمداد مولائي شيدائي پنهنجي ڪتاب ’تاريخ بلوچستان‘ ۾ هن ذات وارن کي پيروزاڻي بگٽين بلوچن جي شاخ مان ڄاڻايو آهي. اهڙيءَ طرح جامع سنڌي لغات ۾ پڻ مصنف هن ذات وارن کي بگٽي قبيلي مان ڄاڻايو آهي. گورچاڻي بلوچن جي لشاري شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو پڻ سندراڻي آهي، جن کي سندلاڻي چون ٿا. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ بہ هنن کي لشارين ان لکيو آهي. چانڊيا هوت بلوچ جو اولاد آهن. هوت کي چار پٽ هئا، ڄجن مان هڪ پٽ جو نالو مير حسين هو. ان مان سندراڻِ آهن. هن سندراڻي چانڊين جا خاص پاڙا بخشاڻِ، پوتاڻي، صوباڻي، ڪمالاڻي، ڪتواڻي، گلاڻي، نداماڻي، ولياڻي ۽ هداڻي شامل آهن.

جامع سنڌي لغات ۾ جتوئي بلوچن جا ڪجهہ پاڙا لکيل آهن، جن مان هڪ پاڙي جو نالو سندراڻي ڄاڻايل آهي. ايس. صادق موجب سندراڻي رندن جو پاڙو آهي ۽ جتوئين جي شر قبيلي مان پڻ سندراڻي آهن. بزدين ۽ بليدين جي احوال ۾ لکيل آهي تہ سندراڻي بزدي ۽ بليدي آهن. جن جا خاص پاڙا: بابلاڻي، بجاراڻي، بهارخاناڻي، زينداڻي، ميولداڻي ۽ ميسباڻي آهن.

سندراڻي قبيلي وارا پاڻ کي عرب نسل مان امير حمزه جو اولاد سڏرائين ٿا. سندن موجب حجاج بن يوسف، عرب نسل جي هڪ بلوچ محمد بن هارون کي مڪران جو حاڪم ڪري موڪليو هن سنڌ تي حملي وقت لسٻيلي تائين ساڻس گڏ آيو ۽ اتي وفات ڪيائين. محمد بن هارون کي هڪ پٽ علي جو اولاد هو جيڪو مير عاليءَ جي نالي سان مشهور ٿيو. تنهنجي هڪ پٽ سندر مان سندراڻي بزدي ۽ حاجي خان جي اولاد مان حاجي زئي بليدي سڏجي ٿو.

هن خاندان مان سردار امير واحد بخش سندراڻيءَ کي خانداني دٻدٻي سبب هندستان حڪومت طرفان خانبهادر جو لقب مليو. جيڪو چاليهن قبيلن جو سردار ۽ سئو ڳوٺن جو مالڪ هو. 1923ع ۾ سردار مير سندر خان سندراڻيءَ کي سردار بهادر جو لقب مليو. جيڪو 1925ع ۾ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جو پهريون چيئرمئن مقرر ٿيو. هن وقت هن قبيلي جو سردار مير عابد خان سندراڻي آهي. جيڪو سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر پڻ آهي. هي ڪيترين ئي ٻين ذاتين، جاگيراڻين وغيره جو پڻ چڱو مڙس آهي، جن جي مٿس پڳ آهي.

هن قبيلي وارا ماڻهو ڪنڊڪوٽ ضلعي سميت سنڌ جي مختلف علائقن ۾ رهائش پذير آهن.

**سندر بوٽاڻي**: هندستان جو مشهور سنڌي اداڪار، ڊراما ليکڪ ۽ هدايتڪار. سندر بوٽاڻي، 27 سيپٽمبر 1933ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو. 1947ع ۾ ورهاڱي وقت ڪٽنب سان گڏ ڀارت هليو ويو. جتي ناگپور ۾ پوءِ مهاراشٽر ۾ رهڻ لڳو.



مهاراشٽر ۾ ايڪانڪي توڙي ڊگهي ڊرامي لکڻ جو مشهور آرٽسٽ، هڪ ئي وقت هدايتڪار ۽ اداڪار بہ آهي. هن پنهنجي زندگيءَ جو پنجاهہ سالن کان مٿي جو عرصو اداڪاري ۽ سنڌي ڊراما لکڻ کي ڏنو آهي. هن جا مشهور ڊراما 1997ع کان 2000ع واري عرصي ۾ ’سنڌو ڪالا ڪيندرا‘ جي بينرهيٺ اسٽيج ڪيا ويا آهن. سندس ڊرامن ۾: (1) ياد ڪندا، (2) سوريءَ سڏ ڪيو، (3) هڪ عجيب انسان، (4) رام اجا بنواس ۾ آهي، (5) فنا، ۽ (6) هيءُ پياسو منهنجو من وغيره مشهور آهن.

سندر بوٽاڻيءَ کي پهريون انعام ’اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا‘ پاران هدايتڪاريءَ تي 1978ع ۾ ڏنو ويو. جڏهن تہ ’فنا‘ ڊرامي تي ليکڪ جي حيثيت ۾ ڪيس پهرئين نمبر جو انعام 1998ع ۾ راجستان سنڌي اڪيڊمي، جئپور طرفان مليو. 1985ع ۾ ڪيس اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا، ممبئي ۽ نيو دهليءَ پاران ڪيس بهترين اداڪار جو اوارڊ بہ مليل آهي. 1999ع ۾ سندس سموري ڪم جي مڃتا طور مهاراشٽر اسٽيٽ سنڌي اڪيڊميءَ طرفان اوارڊ سان نوازيو ويو.

هن سنڌي ڊرامن ڪانسواءِ ڪيترن هندي ڊرامن ۾ بہ ڪم ڪيو آهي. اڄڪلهہ هو شاعري ۽ ادب تي تنقيدي مضمون لکي پيو ۽ هنومان نگر، ناگپور، مهاراشٽر ۾ رهي ٿو.

**سندر ٻيلو** (ديهہ): تعلقي پنو عاقل، ضلعي سکر جي هڪ ديهہ جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن.

ڦلو مهر (بخش مهر)، ويرو مهر، عزيز پور، جمعو مهر ۽ ڪنواڻ مهر.

**سندر ساهتيہ** (رسالو): هيءُ ماهوار سنڌي رسالو 1928ع ڌاري مشهور اديب ۽ صحافي ٻيلا رام واسواڻيءَ حيدرآباد مان جاري ڪيو ۽ 1932ع کان وٺي ڪراچيءَ مان جاري ٿيڻ لڳو. هن رسالي ۾ ڪهاڻيون، ناولن جون سلسليوار قسطون، ناٽڪ ۽ شاعري وغيره شايع ٿيندي هئي. هيءُ رسالو سندر ساهتيہ منڊل طرفان شايع ٿيندو هو. ورهاڱي بعد هي ادارو ميلارام منگسترام جي سهڪار سان ڀارت ۾ قائم آهي ۽ سنڌي

ساهت لاءِ پارت ۾ پاڻ پتوڙي رهيو آهي. هن رسالي پنهنجي دور ۾ پڙهندڙن ۾ ڪافي مقبوليت ماڻي.

**سندر شيوڪ سڀا، سکر:** 1919ع ۾ مسٽر بالچند رام سنگهه برپا ڪئي هئي ۽ 1921ع ۾ هن مولچند ٿلهي تي لائبرري کولي هئي. ان ڪانسواءِ باغ ڪوارٽر ۾ مليريا جي روڪ لاءِ ڊرمائو اسپتال سميت کولڻ ليوڪس پارڪ، پيسومل پارڪ ۽ لئنسڊائون پل جي پر ۾ جل آشرم کوليا هئائين. هن سڀا 1934ع ۾ بندر روڊ تي ٽيڪچند پارڪ 1936ع ۾ ليڊيز پارڪ، مارڪيٽ ٽاور، ڪرشنا ڊراميٽڪ سوسائٽي، بندر تي جانورن جي پاڻي پيئڻ لاءِ حوض تعمير ڪرايا. سڀا جو سيڪريٽري مسٽر پرسرام مسند هو، جنهن جي نالي تي بورڊ لڳل هئا.

**سُندري (ڪتاب):** سنڌي ٻوليءَ جو هيءُ آڳاٽو، نهايت پرلطف دلچسپ تاريخي ناول حڪيم عبدالخالق خليق مورائيءَ جو لکيل آهي.




هيءُ ڪتاب هڪ واٽڪي قصي تي مشتمل ڪتاب 'چتر سال' جي جواب ۾ لکيو ويو، جنهن ۾ سنڌ جي تاريخ متعلق بي شمار مفروضا بيان ڪيا ويا هئا. خليق مورائي، 'فتح سنڌ' جي سچي تاريخي واقعي کي افسانوي پيرايي ۾ لکي ماهوار هڪ باب 'ترقي' رسالي ۾ شايع ڪرايو بعد ۾ هن افساني کي مڪمل ڪتابي صورت ۾ ڇاپيو ويو.

هيءُ افسانو/ ناول مشرقي طرز تي لکيل آهي ۽ سچو تاريخي افسانو آهي، انهيءَ ڪري حسن و عشق، هجر و وصال، رزم و بزم جي چاشنيءَ سان گڏ انهيءَ زماني جي تاريخي روايتن، جذبن، احساسن، اخلاق، معاشرت، تهذيب تمدن، زبان ۽ طرز بيان جو گهڻو لحاظ رکيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ 33 مختلف موضوعن تي مشتمل ڏيڍ سؤ صفحن جا مختصر تاريخي قصا شامل ڪيا ويا آهن، جن کي بيانيه ۽ مڪالمن جي صورت ۾ بيان ڪيو ويو آهي. هيءُ ڪتاب رفاه عام پريس، لاهور مان 1928ع ۾ ڇپيو هيءُ ڪتاب 214 صفحن تي مشتمل آهي.

**سندري پرچاڻي 'سوني'، ڊاڪٽر:** لسانيات جي ناميارو ماهر، سندري پرچاڻيءَ 5 نومبر 1946ع تي ضلعي نوابشاهه (هاڻي نوشهري فيروز) جي شهر ڀلاڻيءَ ۾ جنم ورتو ورهاڱي کان پوءِ مائٽن سان گڏ پوني ۾ وڃي رهائش پذير ٿي. هن ڪيترين ڪهاڻيون هڪ فصلا ناٽڪ (One Act Plays) ۽ ڪوتائون لکيون آهن. هوءَ لسانيات جي ماهر آهي، گڏوگڏ انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي آديپور (ڪڇ) جي ماهرن جي ڪاميٽيءَ جي ميمبر بي. ٽي. شاهاڻي اسڪول ۽ جونيئر ڪاليج پوني جي مئنيجمينٽ بورڊ جي ميمبر پڻ رهي چڪي آهي. هوءَ انسٽيٽيوٽ آف مارڪيٽنگ اينڊ مئنيجمينٽ پوني جي ڊائريڪٽر ۽ انٽرنيشنل سنڌو چيمبر آف ڪامرس جي اعزازي سيڪريٽري پڻ رهي چڪي آهي.

هن ڊاڪٽر چندر ڏاسواڻيءَ سان گڏجي Socio Linguistic Survey of Indian Sindhi names عنوان سان هڪ تحقيقي ٿيسز لکي ۽ ڇپائي وڏي شهرت ماڻي. جنهن ٿيسز کي آڏو رکي ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهيي، 'حيدرآباد ۽ هالا جي لهجي ۾ فرق' عنوان تي پي. ايڇ. ڊي ڪئي هئي. سنڌس شاعري گلوبل پبليشرز USA ۽ انٽرنيشنل لئبرري آف پوئيٽ USA طرفان ڇپيل آهي. هوءَ ڪوري گائون پوني ۾ رهائش پذير آهي.

**سنڌريءَ جو قلعو:** سنڌ ۽ ڪڇ جي وچ ۾ لکپت کان ٽيهه ميل ۽ علي پور کان ويهه ميل پري سنڌري جو قلعو هو، جتي ڪڇ جي حڪومت هڪ سرحدي چونڪي ٺهرائي ڇڏي هئي. ڪڇ جي حاڪم راءِ لاکي ۽ سنڌ جي حاڪم ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي وچ ۾ جهاري جبل واري جنگ لڳي ته ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ڪڇ ڏانهن ويندي رستي ۾ سنڌريءَ جي قلعي تي حملو ڪري اهو فتح ڪيو. ان فتح بابت مير علي شير قانع ٺٽوي 'تحفة الڪرام' ۾ ڄاڻائي ٿو ته، "ميان غلام شاهه، 28 آڪٽوبر 1762ع ۾ لشڪر ساڻ ڪري ڪڇ روانو ٿيو. ساڻس گڏ پونچو سيٺ پڻ هو. جنهن سان ڪڇ جي حاڪم گهڻي زيادتي ڪئي ۽ مٿس اهو الزام مڙهيائين ته پونچي سيٺ جا، راءِ لاکي جي ماءُ سان ناجائز تعلقات آهن. پونچي سيٺ انهيءَ ظلم جو فرياد ديوان گدو مل جي توسط سان ميان غلام شاهه تائين پهچايو ۽ ميان غلام شاهه هڪدم ڪڇ تي حملي لاءِ تيار ٿي ويو. ميان غلام شاهه ڪڇ ويندي رستي ۾ سنڌري جو قلعو فتح ڪيو ۽ اتي پنهنجي مضبوط چونڪي قائم ڪيائين."

**سنڌو (ديهه):** هي تعلقي شهدادڪوٽ ضلعي قمبر شهدادڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

نئون گاڏهي، محمد ايوب چانڊيو ۽ علي مراد چانڊيو.

**سنڌ تاريخ جي آئيني ۾ (ڪتاب):** هي ڪتاب روسي تاريخدان وي. ايف. آگنيف لکيو آهي. جنهن ۾ 1918ع کان 1985ع تائين سنڌ جي تاريخي ترقي خصوصيات تي نظر وڌي وئي آهي. خاص ڌيان علائقي ۾ قومي آزاديءَ جي جدوجهد جي تاريخ ۽ موجوده سنڌ جي ترقي پسند قوتن جي جمهوريت، سماجي ترقي ۽ امن لاءِ ڪيل جدوجهد کي مرڪوز ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جو ايڊيٽر انچيف پروفيسر يو. وي. گنڪوفنسڪي آهي، ان جو روسيءَ مان مترجم ڊاڪٽر محمود صادق آهي ۽




معاون مترجم ڊاڪٽر مصدق حسين ۽ ڊاڪٽر شاهد لطيف آهي. هي اردو ترجمو 'ناوڪا' اشاعت گهر، دانيال، ڪراچيءَ طرفان 1986ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو ڪتاب جي قيمت 100 رپيا آهي ۽ ڊيمي سائيز جي 518 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي آخر ۾ خيمي طور جديد سنڌي ادب جو مختصر جائزو به ورتو ويو آهي.

**سنڌ دي سوغات** (ڪتاب): هي مشهور شاعر رشيد احمد لاشاريءَ جي سرائيڪي ڪلام جو مجموعو آهي. ڪتاب جو سر ورق نامور مصور خدا بخش ابڙي جو تيار ڪيل آهي. ڪتاب جو انتساب، شاعر پنهنجي منڙي ماءُ، امان بائي لاشاري جي نالي ڪيو آهي، جنهن پنهنجي منڙي مادري ٻولي سهڻي سرائيڪيءَ ۾ ڪيس لطفن پري لولي ڏني. جنهن سبب صاف ستري سليقہ شعار زبان جي صدقي ڪيس نہ رڳو پنهنجي محبوب ملڪ جي سباجهي سنڌي زبان ۾ پر ٻين زبانن ۾ بہ نظم ۽ نثر لکڻ جي سعادت نصيب ٿي. ڪتاب جو پيش لفظ سندس فرزند مختيار احمد لاشاريءَ جو لکيل آهي. ڪتاب ۾ نعتون، منقبتون، ڪافيون، دوها، ڏوهيڙا، غزل ۽ نظم شامل آهن.




ڊيمي سائيز جي 184 صفحن جي هن ڪتاب جي ڪتابت عيسيٰ سربازيءَ ڪئي آهي ۽ پرنٽر اڪبر آرٽ پرنٽرز، ڪراچي آهي. هن ڪتاب جي قيمت 75 روپيا آهي.

**سنڌ مين اردو شاعري** (ڪتاب): ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 'سنڌ ۾ اردو شاعري' عنوان سان، شاهجهان بادشاهہ کان وٺي پاڪستان جي قيام تائين، سنڌ جي انهن شاعرن جو تذڪرو شامل ڪيو آهي، جن اردوءَ ۾ شاعري ڪئي آهي ۽ ثابت ڪيو آهي تہ اردو شاعريءَ جي ترويج سنڌ جو خطو، برصغير جي ٻين خطن جي شاعرن کان پوئتي نہ آهي. هن ڪتاب ۾ ڄاڻايل دورن جي نمائنده شاعرن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ سندن سوانح جو مواد ڪافي ڪوشش سان گڏ ڪيو ويو آهي. هن تذڪري ۾ ملا عبدالحڪيم 'عطا' ٺٽوي (1040-1140هہ) کان وٺي سيد عابد علي شاهہ 'شيدا' خيرپوري (وفات 1947ع) جو ذڪر آهي. اهڙن شاعرن ۾ روحل فقير، مراد فقير، سچل سرمست، سرفراز عباسي، غلام شاهہ لغاري، قادر بخش بيدل، حمل خان لغاري، محمد محسن 'بيڪس'، فضل محمد ماتم، مرزا قاسم علي 'قاسم'، مرزا ٻڍل بيگ ۽ مرزا قليچ بيگ وغيره بہ شامل آهن.

سندھ میں اُردو شاعری
(از عہدِ شاہجہان تا قیامِ پاکستان)
مؤلف
ڈاکٹر نبی بخش خاں بلوچ
مجلسِ ترقیِ ادب ۔ لاہور

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد، جولاءِ 1967ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 1970ع ۾ شايع ڪيو جنهن ۾ ڇنڊ وڌيڪ شاعرن جو بہ ذڪر ڪيو ويو. جڏهن تہ ان جو ٽيون ڇاپو جون 1978ع ۾ مجلس ترقي ادب، اردو لاهور پاران احمد نديم قاسميءَ ڇاپي پڌرو ڪيو جنهن ۾ هڪ وڌيڪ شاعر خيرپور جي، سيد عابد علي شاهہ 'شيدا' خيرپوريءَ جو ڪلام داخل ڪيو ويو. جڏهن تہ ان جو چوٿون ڇاپو (ڪتاب ۾ طبع سوم ڄاڻايل) 2012ع ۾، ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

هي آخري ڇاپو ڊيمي سائيز جي 310 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 350 روپيا آهي.

**سنڌي-اردو لغت**: هيءَ لغت مشهور عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان گڏجي مرتب ڪئي آهي. لغت ۾ هڪ سنڌي اکر، محاوري ۽ ٻٽي لفظ جي اردوءَ ۾ ڪيترين ئي معنائون ڏنل آهن. مرتبن 'پيش لفظ' ۾ ڄاڻايو آهي تہ: "1953ع کان 1954ع ۾ وزير تعليم حڪومت پاڪستان، سنڌي- اردو لغت ۽ اردو- سنڌي لغت جي تياري ۽ شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام جي اردوءَ ۾ ترجمي جو ڪم سنڌ يونيورسٽيءَ کي ڏنو. وائيس چانسلر علامہ آءِ.آءِ. قاضيءَ انهيءَ پيشڪش کي فوري طور منظور ڪري ورتو ۽ ٻن سالن جي مقرر وقت (1955ع کان 1956ع) ۾ اردو-سنڌي لغت جو مسودو تيار ٿي ويو." جڏهن تہ سنڌي- اردو لغت پڻ 1959ع تائين تيار ٿي وئي. اهي ٻئي لغتون سنڌ يونيورسٽي پريس، 1959ع ۽ 1961ع ۾ ڇاپي پڌريون ڪيون. هن سنڌي- اردو لغت (ڊبل ڪرائون سائيز جي 866 صفحن تي مشتمل) کي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ طرفان ٻيو ڀيرو 1979ع ۾ شايع ڪيو ۽ ان جو ٽيون ڇاپو 1985ع ۾ پڌرو ٿيو، جنهن جي قيمت 135 روپيا ڄاڻايل آهي.



**سنڌي ذات هنجن** (ڪتاب): تنقيد جي موضوع تي هي ڪتاب سنڌ جي مشهور اديب، نقاد ۽ سياستدان، رسول بخش پليجي جو لکيل آهي، جنهن جو مهاڳ سنڌ جي مشهور دانشور محمد ابراهيم جويي لکيو آهي. 1983ع ۾ ڇپيل هن ڪتاب ۾ ٽين دنيا جي ملڪن ۾ تنقيدي معيار مقرر ڪرڻ جي ضرورت تي زور ڏنل آهي ۽ ادب ۾ مدي خارج، رجعت پسند موضوع آڻڻ جي خلاف راءِ بيان ڪيل آهي. هن ڪتاب ۾ ڪل 12 باب آهن، جن جا مک عنوان هن ريت آهن: (1) هوئج هوشيار، ترڪڻ آهي نڙ ۾، (2) خاص ادبي پڙي، (3) دلين جو درد- نئين ڪوهنا، (4) ڇا ڏک رڳو تباهہ ڪندڙ آهن، (5) آٽيو آب اکين ۾، ڏيهہ کي ڏيکارين، (6) خالص ادب جو ڍونگ، (7) ادب تخليق ڪرڻ لاءِ رڳو احساس ۽ جذبا ڪافي آهن ڇا؟، (8) ماضيءَ جو ادب، (9) دنيا کي لِيڪ، (10) اڳوڻو



يورپي ترقي پسند ادب، (11) هڻ ٿي فريدا! شاد وَل... (12) نوان هِيرا. ڪتاب جو عنوان شاهه لطيف جي هن بيت مان ڪنيل آهي:

سر وڃايو سرهو، ڪوڙن ڪانيرن،
آڏيءَ رات اُٿي ڪري، دودا دانهون ڪن،
سنڌي ذات هنجن، مُنهن ڪوڙي موتي چُڻي.

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1983ع ۾ سنڌي ادبي پبلشنگ ايجنسي حيدرآباد پاران ڇپيو. هتي ڏنل ڪتاب جو هي ٽئين ڇاپي وارو عڪس آهي، جيڪو سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 2004ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 100 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سنڌيلا/ سنڏيلا** (ذات): سنڌيلا، سنڌ ۽ ملتان ۾ رهندڙ جٽ درجي جو هڪ قبيلو آهن. انسائيڪلوپيڊيا آف انڊين ٽرائبس اينڊ ڪاسٽس جي صفحي نمبر 5948 موجب، هن ذات جي اڪثريت جو تعلق ملتان سان آهي، سندن دعويٰ آهي ته اهي شاهجهان جي دور ۾ دهليءَ مان هجرت ڪري، هتي (ملتان) ۾ اچي آباد ٿيا. اي. ڊي. ميڪگلين ۽ ايڇ. اي. روز جي تحقيقي رپورٽ جي ترجمي ’ذاتون ڪي انسائيڪلوپيڊيا‘ ۾ مترجم ياسر جواد لکيو آهي ته، سنڌيلا ذات جو هڪ زرعي پيشه ور، مسلمان جٽ قبيلو ۽ هڪ بلوچ قبيلو منٽگمريءَ ۾ به رهائش پذير آهي.

خير محمد ٻرڙي پنهنجي ڪتاب ’ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا‘ ۾ سنڌيلا ذات بابت ڄاڻايو آهي ته، ”سنڌيلا، ابڙا سمن جو هڪ پاڙو آهن. سنڌو درياهه جي رهائشي نسبت سان سنڌيلا/ سنڏيلا سڏجن ٿا. سنڌ، پنجاب ۽ بلوچستان ۾ رهن ٿا. ملتان پرسان وينل جٽن ۽ بلوچن ۾ پڻ ’سنڌيلا‘ آهن. جيڪي شاهجهان جي دور ۾ دهليءَ کان آيل آهن.

سنڌيلا ذات (قبيلي) مان ڊاڪٽر عبدالڪريم سنڌيلو، سنڌي ٻولي ۽ ادب جو هڪ وڏو مفڪر، ليکڪ، عالم، محقق، اديب، سگهڙ ۽ تعليمدان ٿي گذريو آهي ۽ سندس پٽ اسلم سنڌيلو به پيءُ جي مشعل ٻاريو، لوڪ ادب جي خدمت ڪري رهيو آهي.

**سنڌيلو عبدالڪريم، ڊاڪٽر**: سنڌ جو ناميارو اديب، محقق ۽ لوڪ ادب جو پارکو، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنڌيلو 6 اپريل 1919ع تي



ڳوٺ محراب خان سنڌيلي، تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو محراب خان هو. هن ابتدائي تعليم لاڙڪاڻي شهر ۾ ورتي، ثانوي تعليم ڪانپوءِ 1947ع ۾ پرائمري استاد طور عملي زندگيءَ جو آغاز ڪيائين. 1952ع ۾ بي. اي (آنرز) ۽ 1954ع ۾ ايم. اي (سنڌي) پاس ڪيائين. پنهنجي علمي قابليت سبب وقت جي عالمن اديبن جي قربت ۾ رهيو. ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي سندس علمي قابليت کي پرکي، کيس نومبر 1947ع ڌاري سنجهوري ۽ سانگهڙ تعلقن جو اسسٽنٽ ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر مقرر ڪيو. سندس پنهنجي هٿ لکت موجب سروس ۽ رٽائرمينٽ جو تفصيل هن ريت آهي: گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ استاد (1949ع کان)، گورنمينٽ ٽريننگ اسڪول ۾ استاد، گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ ليڪچرار 1954ع؛ ساڱهڙ ڪاليج ۾ پرنسپال 1964ع کان 1974ع؛ سيوهڻ ڪاليج جو پرنسپال 1974ع کان 1975ع؛ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي جو پرنسپال 1975ع کان رٽائرمينٽ 5 اپريل 1979ع تائين.

سنڌيلي صاحب ’لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو‘ عنوان هيٺ علامه غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جي رهبريءَ ۾ پي. ايڇ. ڊي مقالو لکي ڊاڪٽريٽ جي ڊگري 1973ع ۾ ورتي. سندس پسند جو موضوع شروع کان لوڪ ادب ٿي رهيو. هن ٿيسز ۾ سنڌيلي صاحب مختلف صنفن: وينجهار، سنڌ جو سينگار، ڏهس نامي ۾ آيل صنفن ڪانسواءِ مناظرا، مداحون، مناجاتون، معجزا، ٿيهه اکريون، مولود ۽ لوڪ گيت شامل ڪرڻ سان گڏ نثري صنفن ۾ لوڪ ڪهاڻين جو جائزو پڻ ورتو آهي. لوڪ ڪهاڻين تي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي مرتب ڪيل ستن جلدن ۾ متن ۽ مقدما جيئن ته ڀرپور نموني ڇپجي چڪا هئا، ان ڪري ڊاڪٽر سنڌيلي لوڪ ڪهاڻين کي گهٽ اهميت ڏني، جو سندس لاڙو نثري داستانن ۽ قصن ڏانهن گهٽ هو اهوئي سبب آهي جو نثري صنفن جي مثال ۾ رڳو هڪ ڪهاڻي ڏنائين. سنڌيلي صاحب جي اها ٿيسز انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ اڳتي هلي 1986ع ۾ شايع ڪئي.

ڊاڪٽر عبدالڪريم سنڌيلو سنڌ يونيورسٽيءَ جي بي. اي ۽ ايم. اي جو ممتحن رهيو. پبلڪ سروس ڪميشن ۽ ٻين يونيورسٽين جا پيپر به چيڪ ڪندو هو.

ڪجهه شاگردن جي ايم. فل ٿيسز جو گائيڊ ۽ 1988ع ڌاري هڪ شاگرد جو پي. ايڇ. ڊي گائيڊ به رهيو. مختلف هنڌن تي ريسرچ اسڪيمن تي به ڪم ڪيائين. جهڙوڪ: ادبي بورڊ جي ’جامع سنڌي لغات‘ اسڪيم ۾ ريسرچ اسسٽنٽ، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ فيلو، سنڌ يونيورسٽيءَ جي اڪيڊمڪ ڪائونسل ۽ بورڊ آف اسٽڊيز جو ميمبر، لاڙڪاڻو هسٽاريڪل سوسائٽيءَ ۽ شاهنواز لائبريريءَ جو ميمبر وغيره.

ڊاڪٽر سنڌيلي کي ڪتابن: ’وينجهار‘ (1951ع)، ڏهس نامه (1969ع)، تحقيق اللغات سنڌي (1955ع)، سچل لغات تي اوارڊ مليا. کيس 1984ع ۾ حڪومت پاران ادبي علمي خدمتن عيوض تمغه امتياز به ڏنو ويو.

سندس ڪيترائي ڪتاب اڻ ڇپيل صورت ۾ موجود آهن، جن ۾ اشتقاقي لغات لطيفي، شرنگار شاستر، هيوز جو گزيٽير (ترجمو)، مڪلي ٽڪريءَ جو سير (ترتيب) ۽ ٻيا شامل آهن.

سنڌيلي صاحب، آگسٽ 1947ع ۾ شير محمد خان ڪورائيءَ جي نياڻيءَ سان شادي ڪئي هئي، جنهن مان کيس پنجن پٽن ۽ پنجن نياڻين جو اولاد ٿيو. جن مان به پٽ ۽ هڪ نياڻي وفات ڪري ويا. ٻيا

حال حيات ۾ گھرن ہارن وارا ٿيا. سندس فرزند ڊاڪٽر اسلم سنديلو، سندس علمي ادبي ورثي کي سنڀاليندو رهيو آهي، جيڪو پاڪستان ريلوي ۾ ڊاڪٽر آهي ۽ خود سنڌ ليکڪ پڻ آهي.

سندس ڇپيل ڪتابن جو تفصيل هن ريت آهي، جيڪي سنڌي ادب ۾ حوالاتي ڪتابن جي حيثيت رکن ٿا:

(1) وينجهار (1951ع)، (2) تحقيق الغات سنڌي (1955ع)، (3) سنڌ جو سينگار (1956ع)، (4) ڏهس نامون (1969ع)، (5) ڪليات حسين ديدڙ (1971ع)، (6) ڪليات حاجي خاڻ چنجڻي (1977ع)، (7) پهاڪن جي پاڙ، (8) ساميءَ سنڌيون سِپون، (9) سامي ڏاتو ڪوش، (10) سچل اللغات، (11) ڪليات شاهه محمد ديدڙ، (12) رهبر ديوان گل، (13) انگي اصول، (14) ابتدائي سائنس ۽ (15) لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو (پي. ايچ. ڊي مقالو: 1986ع).

ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جون سنڌي لغات جي سلسلي ۾ خدمتون فراموش ڪرڻ جهڙيون نه آهن. ’جامع سنڌي لغات‘ جي ڪم ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان هڪ سال تائين ريسرچ اسسٽنٽ طور ڪم ڪيائين. ’سچل لغات‘، تحقيق لغات سنڌي، سامي ڏاتو ڪوش سندس اهم لغتون آهن.

ڊاڪٽر سنديلي صاحب جي شخصيت جو لوڪ ادب ۽ ٻوليءَ کان سواءِ هڪ اهم حوالو قابل استاد، تعليمي ماهر ۽ بهترين منتظم وارو به آهي. ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي، 02 جنوري 1990ع تي وفات ڪئي.

**سنديلو، غلام علي:** نامياري فنڪار غلام علي ولد حسين بخش سنديلي 1958ع ڌاري روهڙيءَ ۾ جنم ورتو. راڳ کيس ورثي ۾ مليو. هن جو سندس والد حسين بخش سنديلو به سنڌ جو مشهور راڳي هو.



جيڪو ماضيءَ ۾ لونگ فقير جي نالي سان مشهور هو. غلام علي سنديلي جو والد ۽ سندس چاچو قلندر بخش سنديلو گڏجي جوڙيءَ جي صورت ۾ ڳائيندا هئا ۽ سندن آواز ۾ ڳايل گرامون فون جا رڪارڊ ورهاڱي کان اڳ ڪافي مقبول هوندا هئا.

غلام علي سنديلي ابتدائي نصابي تعليم روهڙيءَ مان حاصل ڪئي، جنهن ڪانپوءِ بيدل بيڪس هاءِ اسڪول روهڙيءَ مان مئٽرڪ جو امتحان 1976ع ڌاران پاس ڪري اسلاميه ڪاليج سکر ۾ داخلا ورتائين. سندس پڙهائيءَ وارن ڏينهن دوران گهر ۾ والد ۽ چاچي پاران سندس راڳ جي تربيت ٿيندي رهي، ان دوران ئي هيءَ پنهنجي والد ۽ چاچي سان گڏجي محفلن ۾ پڻ ڳائيندو هو. غلام علي سنديلي انٽر تائين تعليم حاصل ڪري مڪمل طرح موسيقيءَ طرف توجهه ڏنو ۽ راڳ جي باقاعدي تربيت مشهور گويي استاد خورشيد علي خان کان حاصل ڪيائين. غلام عليءَ 1983ع ڌاري فني سفر جي شروعات ريڊيو پاڪستان خيرپور کان ڪئي، انهن ڏينهن ۾ ريڊيو پاڪستان خيرپور جو پڻ تازو افتتاح ٿيو هو.

سندس آواز ۾ رڪارڊ ٿيل پهريون ڪلام سچل سائينءَ جو ”جاني تو نه جڳائي، رسڻ نماڻيءَ سان“ هو، جنهن ڪانپوءِ ريڊيو تي سندس ڪافي ڪلام رڪارڊ ٿيا ۽ کيس مقبوليت ملي. ٽيليوزن تي کيس مرحوم ممتاز مرزا متعارف ڪيو، جتي هن پروگرام ’سنڌ سينگار‘ ۾ ڳايو. ان ڪانپوءِ به ڪيترن پروگرامن ۾ پرفارم ڪيائين.

غلام علي سنديلي جون سندس وفات تائين 20 آڊيو ڪئسٽون رليز ٿيون. سندس شاعريءَ جي چونڊ معياري هوندي هئي، هو بهترين ڪمپوزر پڻ هو. شاهه لطيف، سچل سرمست، سيد صالح شاهه، ڊاڪٽر عطا محمد حامي، ڪرم تالپر، اياز گل، مير محمد عباسي، اعجاز ٻرڙي سميت ڪيترن شاعرن جي شاعري ڳايائين.

سندس ڳايل ڪلامن ۾ ’لوڪ پلي ڪري ريسان، يار ملي ته مين جيسان‘، ’تنهنجي حسن ڏي مولئ خير ڪري‘، ’اکين سان حال دل جا يار توسان اورٽا پوندا‘، ’تو کان نه مليو پيار گهرڻ مون ڇڏي ڏنو‘، ’پيرين اگهاڙي پهتاسين پرين تنهنجا سلام جو پهتا‘ ۽ ٻيا ڪيترائي ڪلام مشهور ٿيا.

هن سريلي فنڪار 11 مارچ 2013ع تي وفات ڪئي.

**سنديلو مراد فقير:** مراد فقير سنديلي جو وڏو بزرگ اچ شريف کان هجرت ڪري سنڌ جي تاريخي شهر بکر ۾ اچي رهيو. جتي ميان آدم شاهه ڪلهوڙي جو مريد ٿيو. ان ڪانپوءِ ميان شاهل محمد ڪلهوڙي سان گڏجي لاڙڪاڻي ۾ رهائش پذير ٿيو. مراد فقير تعلقي موري جي ڳوٺ ’ڏيپارجا‘ جي اولهه ۾ راڄي خان اتيري جي ڳوٺ ۾ ويٺو هيءَ نهايت خدا ترس بزرگ هو. سندس پيري مريديءَ جو سلسلو به وسيع آهي. هن بزرگ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي صحبت ۽ سنگت ۾ گهڻو وقت گذاريو، جتي پهنجي طريقي کي ڏاڍو زور وٺرايو.

هن بزرگ جي باري ۾ روايت آهي ته پاڻ هڪ دفعي درياهه جي ڪپ تي جانورن جي خوف کان هڪ وڻ تي چڙهيو ويٺو هو. اسر ويلي هڪ هيڙيءَ اچي ڪپ سان لنگر هنيو. هيڙيءَ تي ويٺل ماڻهو هيڙيءَ مان لهي اچي ان وڻ هيٺان ماني کائڻ ويٺا. اهي ماڻهو به ڪي درويش هئا ۽ اچ شريف جي زيارت کان موٽيا هئا. هڪ بزرگ سائين ۾ ماني ورهائي ته هڪ ماني بچي پيس. انهيءَ تي هڪ بزرگ مٿي وڻ ڏي نهاري چيو ته: ”مراد لهي اچ ۽ پنهنجو ونڊ اچي وٺ“ مراد ماني وٺي کاڌي ۽ ماني کائڻ ڪانپوءِ پاڻ صاحب ولايت ٿي پيو. مراد فقير جو پهريون خليفو خيرو مگسي هو جيڪو سندس ڇوڪنڊيءَ جي اندر پيرانديءَ کان مدفون آهي. مراد فقير جي مزار جي اولهه ۾ سندس گهرواري دفن ٿيل آهي. سندس پٽ الهڏنو ۽ ملو فقير ۽ سندس پوٽو فيض محمد فقير به اتي ئي دفن ٿيل آهن.

**سَنڌَ** (جوڙ: Joints): جسم جي هڏائين پڃري (Skeleton) جا ٻہ يا ٻن کان وڌيڪ هڏا جتي پاڻ ۾ اچي گڏ ٿين ۽ جوڙ ٺاهين، تن کي سنڌيءَ ۾ سَنڌ چئبو آهي. هڏن جا مهڙ ٽن طرحن سان پاڻ ۾ ڳنڍجي سنڌ ٺاهين ٿا. هڪ تاندورا (ريشا: Fibers)، ٻيو ڪُرٽڻا هڏا (Cartilages) ۽ ٽيون سٽيا اوجا (Synovial tissues). سنڌن جي ڪري جسم جي عضون (Organs) ۽ هڏائين پڃري جي هڏن جو پاڻ ۾ ڳانڍاپو ٿئي ٿو. نہ رڳو ايترو، پر سنڌن جي ڪري انساني عضون ۾ چرپر (Movement) جي خاصيت پيدا ٿئي ٿي ۽ انساني عضوا پنهنجي ڪم ڪار ڪرڻ جي لائق ٿين ٿا.

**(الف) سنڌن جا قسم (Types/ classes of joints):** سنڌن جي ماهرن (Arthrologists) سنڌن کي خاصيتن ۽ ڪم جي حوالي سان ٽن قسمن ۾ ورهايو آهي:

**(1) تاندورن وارا ريشيدار سَنڌ (Fibrous joints):** هن قسم جا سَنڌ مڙي ۽ چري پري نہ سگهندا آهن. هڪ هنڌ بيٺل (Fixed) هوندا آهن. ان ڪري هنن سنڌن کي اڻ چرندڙ/ محڪم (Immovable) سنڌ چئبو آهي. هنن جي ڪري ٻہ عضوا ۽ سنڌ پاڻ ۾ دائمي ڳنڍيل هوندا آهن. هن قسم جا سَنڌ انسان جي کوپڙيءَ (skull) جي هڏن جا جوڙ (sutures) ٺاهين ٿا. هن قسم جا سنڌ کوپڙيءَ جي هڏن جي مهڙ ۾ ڳنڍيندڙ اوجن Connective tissues جي سنهن تاندورن وسيلي هڪ ٻئي ۾ دائمي ڳنڍيل هوندا آهن ۽ اهي تاندورا سخت مادي جا ٺهيل هوندا آهن. مثال مٿي جي کوپڙيءَ جو اڳياڙي ڪلنگيءَ وارو سنڌ، (Coronal suture) کوپڙي، مٿي جي اڳئين مهاڙيءَ وارو هڏو ۽ لوندڙين جي مٿان پاسيرڙن هڏن (Frontal and parietal bones) جي مهاڙين جي سنڌن کي پاڻ ۾ ملائي ٿو.

**(ii) تير جي نشان جهڙو سنڌ (saggital sutures):** هي سنڌ ٻنهي پاسيرن هڏن جي مهڙ کي پاڻ ۾ کوپڙيءَ جي وچ ۾ ڊيگهہ ۾ سينڌ وانگي اڳياڙيءَ هڏي کان ڪياڙيءَ واري هڏي (occipital bones) تائين ملائي ٿو کوپڙيءَ ۾ هي وڏي ۾ وڏو سنڌ آهي.

**(iii) يوناني آئيوٽا جي لفظ جهڙو سنڌ (Lambdoid suture):** هن قسم جو سنڌ يوناني آئيوٽا جي يارهين اکر يعني انگريزيءَ جي آئيوٽا جي پنجويهين اکر يعني ٻن شاخن واري Y کي جيڪڏهن ابتو ڪبو تہ يوناني آئيوٽا جي يارهين اکر جهڙو هوبهو ڏسڻ ۾ ايندو آهي، جيڪو سَنڌ جي ٻنهي پاسيرڙين هڏن جي مهڙن کي ڪياڙيءَ واري هڏي (Occipital bone) جي مهڙ سان ملائي هن قسم جو اڻ چرندڙ سنڌ ٺاهي ٿو.

ان کان سواءِ محڪم اڻ چرندڙ سَنڌن جي ڪري هيٺين ڄاڙيءَ Mandible جا صحتمند ڏند ڄاڙيءَ جي ڪانچن/ سنڌن (Sockets) ۾ مهارن جي ٻنڌڻن (Periodontal Ligaments/ Gums) جي ڪري مضبوط هڪ هنڌ جڙيل آهن ۽ ٽنگ جا ٻہ هڏا هڪ پنيءَ (Calf) جي اندرئين پاسي واري سنهي هڏيءَ (Fibula) کي ۽ سامهون واري هڏيءَ Tibia shin bone کي هڪ ٻئي سان تاندورن/ ريشيدار اوجن جي چادر (جنهن کي اندرئين هڏن جي چادر (پردو) Inter osseousmembrane بہ چئبو آهي) سان ملائي/ جوڙي ٿي.

**(2) ڪُرٽڻن هڏن وارا سَنڌ (Cartilaginous Joints/ Omphiarthrosis):** هن قسم جا سنڌ ٿلهن ۽ سخت تاندورن واران ڪرٽڻ هڏن Fibro) (cartilage جا ٺهيل هوندا آهن. هنن سنڌن کي اوچتي ڌڪي کي روڪيندڙ سَنڌ (Shock Observer Joints) بہ چئبو آهي. هنن سَنڌن جو ڪم گهڻ پاسائون آهي. ڪجهہ سَنڌ چرپر ڪري سگهندا آهن تہ ڪجهہ سَنڌ ويڪرا ٿي ويندا آهن، چوتہ انهن سَنڌن جا مهڙ هڪبئي سان ڪرٽڻ هڏن جي سنهن تهن (Epiphseal plates) يا ڪرٽڻ هڏن جي تاندورن جي ڪري پاڻ ۾ ڳنڍيل بہ هوندا آهن ۽ انهن تهن يا تاندورن جي ڪري سَنڌن جا منهن/ مهڙ هڪبئي کان ويڪرا يا وقتي جدا بہ ٿي ويندا آهن. مثال طور:

**(i)نهائين وارن هڏن جا جوڙ (Public Symphysis Bone Joints):** نهائينءَ وارن هڏن جا سَنڌ هڪبئي سان ڪرٽڻ هڏن جي سنهن تهن ۽ تاندورن جي ڪري پاڻ ۾ مليل هوندا آهن ۽ ويڪرا بہ انهن تهن ۽ تاندورن جي ڪري ٿيندا آهن. ۽ انهن ۾ چرپر بہ ساڳين تهن ۽ تاندورن جي ڪري ٿيندي آهي. انهن هڏن جي سَنڌن ۾ ويڪر عورتن جي هٿ پير لهڻ (Parturition)واري زماني ۾ ٿيندي آهي، جيڪڏهن اها ويڪر قدرتي طرح نہ ٿئي تہ ٻار آپريشن ڪري ڄڻائبو آهي، جڏهن تہ عام ڏينهن ۾ انهن سَنڌن ۾ چرپر هلڻ سان خاص ڪري ڏاڪڻين جاءِ تي چڙهڻ سان ٿيندي آهي.

**(ii)ڪرنگهي جا مهرا (Spinal Vertebrae):** ڪرنگهي جي مهرن ۾ ويڪر ۽ چرپر بہ ڪرٽڻ هڏن جي سنهن تهن ۽ تاندورن جي ڪري ٿيندي آهي.

**(iii)ڪَوڙِي (Sternum) جي ٽِڪُنڊي هڏيءَ (Manubrium) جا سَنڌ:** هيءَ ٽڪنڊي هڏي مٿئين ٻنهي پاسي هسليءَ جي ڪانچن (Clavicular notch) سان ملي جوڙ/ سَنڌ ٺاهي ٿي. پاسن کان پهرئين ۽ ٻين پاسراٽيءَ سان ۽ هيٺان خود ڪوڙيءَ سان (جنهن جي هيءَ ٽڪنڊي هڏي پاڻ بہ حصو آهي) هيٺ (Sternal angle) يعني ڪوڙيءَ جي وچ جي مٿئين حصي وٽ جوڙ/ سَنڌ ٺاهي ٿي، جنهن ۾ چرپر بہ ضرورت آهر ڪم ڪار ڪرڻ وقت ٻانهون چورڻ/ يا سيني جي چورڻ وقت ٿئي ٿي.

**(iv)وقتي سَنڌ (Temporary Joints):** هن قسم جا سنڌ ٻارن جي شروعاتي عمر (وڌندڙ ٻارن) ۾ وڏن هڏن جي وچ ۾ Diaphysis ۽ منهن/ مهڙ (Epiphyses) ۾ وقتي طور ڪرٽڻ هڏن جي ڪري گڏجي سَنڌ ٺهندو آهي، جيڪو تيستائين قائم هوندو آهي، جيستائين (ماءُ جي پيٽ ۾) وڏا هڏا مڪمل جڙي راس ٿيندا آهن.

**(3) سٽيا سَنڌ (Synovial Joints/ Diarthroses):** هن قسم جا سنڌ آسانيءَ سان چري پري سگهندا آهن. هي سنڌ جسم ۾ اڪيچار ٿين ٿا، جن کي سَنڌن جي ماهرن هيٺين ڇهن درجن/ قسمن ۾ ورهايو آهي، مثال:

**(i) گسڪڻ وارا سَنڌ (Gliding Joints):** هن قسم جي سَنڌن ۾ ٻن هڏن جا متاڇرا پاڻ ۾ هڪٻئي تي سرڪندا آهن. اهڙن سنڌن ۾ ڪَرائيءَ (Carpus) جي هڏن جا سنڌ ۽ مُري (Tarsus) جي هڏن جا سنڌ اچي وڃن ٿا. هن قسم جي سنڌن کي سِڌا سنڌ (Plane Joints) به چئبو آهي.

**(ii) گول ۽ ڪانچي وارا سنڌ (Ball and Socket Joints):** اهڙا سنڌ، جن جي هڏن جو متيون حصو گول هوندو آهي، تنهنڪري ٻئي پيالي جهڙي (Cup shaped) سنڌ/ هڏي جي ڪانچي، ڪوپي ۾ ٺهڪي ايندو آهي، جنهنڪري انهيءَ سنڌ ۾ آسانيءَ سان چرپر ٿي سگهندي آهي، اهڙن سنڌن ۾ ڍاڪ جو سنڌ (Hip joint) ۽ ڪلهي جو سنڌ (Sholder joint) اچي وڃن ٿا.

**(iii) انجيسن جهڙا سَنڌ (Hing Joints):** هن قسم جا سَنڌ انجيسن وانگر هڪ پاسي مڙي/ چرپر ڪري سگهندا آهن. هن قسم جي سنڌن ۾ ٺونٺ وارو سنڌ (Elbow Joint)، گوڏي جو سنڌ (Knee Joint)، ڪڙيءَ جو سنڌ (Ankle Joint) ۽ هٿن پيرن جي آڱرين جا سنڌ اچي وڃن ٿا. هن قسم جا سنڌ دروازي جي انجيسن وانگر رڳو هڪ پاسي مُڙي/ کُلي يا وري واپس پنهنجي ساڳيءَ جاءِ تي ويندا آهن.

**(iv) گول اڀار وارا سنڌ (Condy loid Joints):** هن قسم جي سنڌن جي هڏي جي آخر ۾ هڏيءَ جو گول اڀار ٿيندو آهي. هي سنڌ به انجيسن جهڙن سنڌن سان مشابهت رکندڙ آهن، پر انهن سنڌن ۾ اضافي خاصيت اها آهي ته اهي سنڌ اڳتي پوئتي، هيٺ مٿي ۽ اوسي پاسي ڏانهن ورندا ۽ چرپر ڪري سگهندا آهن. انهن سنڌن ۾ ڪرائيءَ جو سَنڌ مُکيه سَنڌ ليکيو ويندو آهي. ائين ڳاٽي/ ڪنڌ جو سنڌ به هن قسم جي سنڌ ۾ ليکيو ويندو آهي. هنن کي 'گول سنڌ' (Round joint) به چئبو آهي.

**(v) چُوڙ وارا سنڌ (Pivot joints):** هن قسم جا سنڌ گول، چوطرف ڦرڻ وانگر ڦرندا (Rotate) آهن، ان ڪري هنن سنڌن کي چوڙ وارا سنڌ چئبو آهي. هنن سنڌن ۾ هڪ هڏو گول چڪري جي شڪل جهڙن ٻنڊڻن ۾ ڪتل هوندو آهي، جنهنڪري اهو هڏو ٻئي هڏي سان اهڙو جوڙ ٺاهيندو آهي، جو اهو جوڙ گول چوطرف چوڙ وانگر ڦرندو آهي. مثال پٺيءَ جي ڪنڊي (Spine) جي پهرين مهري (First cervical vertebrae) تي مٿو چوڙ وانگر ڦرندو آهي، چو ته پٺيءَ جي ڪنڊي جو پهريون مهرو ڪليءَ وانگي هوندو آهي، جنهن تي ماٿهوءَ جي منڍي (مٿو) چوڙ وانگر ڦرندي آهي. پٺيءَ جي ڪنڊي ۽ مٿي جو جوڙ هن قسم جي سنڌ جو مکيه سنڌ ليکيو ويندو آهي.

تنهن ڪانسواءِ ٻانهن جي اڳئين حصي (ٺونٺ کان وٺي ڪرائيءَ تائين) جنهن کي ميڊيڪل سائنس جي علم بدن جي اصطلاح ۾ Forearm چئبو آهي، ان جي پاسي واري هڏن (Radius) ۽ وچ واري ڊگهي هڏي (Ulna) ۾ پڻ مٿي وانگي ساڳئي قسم جي چُوڙ واري سنڌ جي خاصيت موجود آهي. هن قسم جي سنڌ کي Rotary Joint پڻ چيو ويندو آهي.

**(iv) گدي/ هني وارا سنڌ (Saddle Joints):** هن قسم جي سنڌن ۾ هڏا هڪٻئي جي مٿان گديءَ/هني وانگر تهن جي شڪل ۾ ڳنڍيل هوندا آهن. هن قسم جا سنڌ هٿن جي آڱوٺن جي تري، ڪرائين ۽ هٿن جي آڱرين ۽ آڱوٺي جي پهرين ڳريءَ (Metacarpal) جي هيٺان ٿيندا آهن، جن سنڌن جي ڪري آسانيءَ سان چري، مڙي ۽ گهمائي ڦيرائي سگهبا آهن.

**سنڌ:** سنڌ ملڪ، جيڪو هن وقت پاڪستان جو هڪ صوبو آهي، ان تي اهو نالو سنڌو درياهه جي ڪري پيو. سنڌ جي تهذيب دنيا جي قديم ترين تهذيبن ۾ شمار ٿئي ٿي. سنڌ بابت وڌيڪ تفصيل انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي 'جلد نائين' ۾ ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي ارضياتي جوڙجڪ کان وٺي سماجي، اقتصادي، سياسي ۽ تهذيبي اوسر جي اپٽار ڪئي وئي آهي.



**سِنڌ (روزاني اخبار):** سنڌ اخبار جي. او. آر ڪالوني حيدرآباد مان شايع ٿئي ٿي ۽ سنڌ جي سمورن ننڍن وڏن شهرن ۾ پهچي ٿي. ان ڪانسواءِ اسلام آباد، لاهور، ڪوئيٽا ۽ صادق آباد ۾ به وڃي ٿي. روزاني سنڌ جي باقاعدي اشاعت 5 نومبر 1995ع کان شروع ٿي، ان جو پهريون ايڊيٽر رشيد راڄڙ، نيوز ايڊيٽر رزاق سروهي ۽ ايڊيٽوريل صفحي جو انچارج اعجاز منگي هو، جڏهن ته ان جو چيف ايڊيٽر غلام رسول سهتو هو ۽ هن وقت چيف ايڊيٽر مهيش ڪمار آهي. هن اخبار جو پبلشر منير احمد ميمڻ آهي. روزاني سنڌ جي ايڊيٽر طور لالا رحمان سمو 1997ع کان 1998ع تائين، اعجاز منگي 1999ع تائين، سهيل سانگي 2000ع تائين، صالح بلو 2004ع تائين ذميواريون ادا ڪري چڪا آهن. هن وقت روزاني 'سنڌ' جو ايڊيٽر (فبروري 2004ع کان) جعفر ميمڻ آهي، جڏهن ته هن وقت نيوز ايڊيٽر رُڪ سنڌي آهي. هن اخبار جي سرڪيوليشن ۽ اشتهارن واري شعبي جو سربراهه مظهر علي چانديو آهي، جڏهن ته جئه پرڪاش، عبدالله پنهور، مختيار ميمڻ، نذير لغاري ۽ ممتاز ميمڻ روزاني 'سنڌ' جي نيوز ايڊيٽر طور ڪم ڪري چڪا آهن. ان ڪانسواءِ قاضي شاهه محمد ۽ يونس مهر مختلف وقتن تي روزاني سنڌ جا چيف ايڊيٽر رهي چڪا آهن.



**سنڌ ابن علي**: سنڌ ابن علي نامور مسلم ماهر فلڪيات، ترجمي نگار، رياضي دان ۽ انجنيئر هو. هن جو والد علي موسىٰ منصوره جو رهندڙ هو ۽ اسلام قبوليو هئائين. هي منصوره جو هڪ وڏو شاهوڪار ماڻهو هو. سنڌ ابن علي ابتدائي تعليم مقامي طور حاصل ڪئي ۽ اعلىٰ تعليم لاءِ بغداد ويو. هن 'زج السنڌ' جو ترجمو ڪيو جو ڪافي مشهور ٿيو. زج السنڌ پهرين جدول هئي، جيڪا مسلم دنيا ۾ متعارف ڪرائي وئي هئي. هن رياضي دان هئڻ ڪري الخوارزمي ۽ يعقوب ابن طارق سان گڏ ڪم ڪيو ۽ ڌرتي ۽ فلڪياتي جسمن جو قطر معلوم ڪيو. هن الخوارزميءَ جي ڪتاب 'ڪتاب الجبرو المقابل' تي به ڪافي سنو تبصرو لکيو. عربي انگن ۾ ڏهائي به سنڌ ابن علي متعارف ڪرائي. ابن ابي اسيبه مطابق بنو موسىٰ وارن هن سان حسد جي ڪري هن کي عباسي خليفي متوڪل کان ڪافي پري رکيو ۽ هن جي ڪم تي تنقيد ڪندا هئا. جعفر ابن موسىٰ ابن شاڪر ۽ احمد ابن موسىٰ ابن شاڪر بنهي هڪ وڏي ڪينال جي کوٽائيءَ جو ڪم هن جي بدران الفرغانيءَ کي ڏنو ۽ الفرغاني ان ڪم ۾ ڪافي ٽيڪنيڪي غلطيون ڪيون ۽ پاڻي الجعفريه علائقي تائين نه پهچي سگهيو. ان غلطيءَ جي خبر جڏهن خليفي متوڪل کي پئي ته هو موسىٰ پائرن تي ڪافي ناراض ٿيو پر سنڌ ابن علي انهن غلطين کي صحيح ڪري کين سزا کان بچايو. سنڌ ابن علي 864ع ڌاري وفات ڪئي.




**Sindh A Time Capsule of Heritage** (ڪتاب): هن انگريزيءَ ۾ لکيل ڪتاب جو پورو نالو آهي: Sindh A Time Capsule of Heritage- People, Places and Language an Original Research.

هي ڪتاب سنڌ جي هڪ تعليم يافته رٽائرڊ ڪاموري محمد صلاح الدين لکيو آهي، جنهن ۾ هن پنهنجي مطالعي ۽ مشاهدي جي روشنيءَ ۾ سنڌ جي تاريخ، آرڪيالاجي، ماڳن مڪانن، قبيلن، مقبرن، بوليءَ جو جائزو وٺي کي نتيجا ڪڍيا آهن. سندس ڪتاب هيٺين عنوانن تي مشتمل آهي:

(1) Background to Sindh's Annexation , (2) Loke Tarangini or River of People, (3) Mauriya, Moriyas, (4) Gujjar-Gurjara-Dal-Tribes in Sindh, (5) Samaro or Alexander's Lak, (6) Sauvra-Oswarr-Jains Temples, (7) Lata, Larr-Larik, Larike, (9) Rawar, (10) Mag and Makan, (11) Dengann- Bhurgarri, (12) Demeterias-Matyari, (13) Ratankot-Rato Kot, (14) Lambo Talao, Amarkot, (15) Sindhu-Indus, (16) Ancient Coins, (17) Impact of Discovery of Mohan-Jo-Daro, (18) The Brahma's Statue, (19) Buddhism and Sindh, (20) Sammatiya, (21) Pali, (22) Elegy for Time Capsule-Sindh.

ڊيمي سائيز جي 497 صفحن تي مشتمل پڪي جلد سان هي ڪتاب، ليکڪ 'زيان پبليڪيشن' (Zyan Publication) پاران 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 500 روپيا آهي.

**سنڌ اپڪار** (رسالو): هيءُ ماهوار سنڌي رسالو 1913ع کان شڪارپور مان پڌرو ٿيو، جنهن جو ايڊيٽر پائي موهنداس گهنشامداس پاٽيه هو جو سرڪاري ملازمت تان استعيفا ڏئي صحافتي ميدان ۾ آيو. رسالي جي پاليسي سرڪار جي حمايت ڪرڻ هئي. هيءُ رسالو البرٽ پريس سکر مان شايع ٿي پڌرو ٿيندو هو رسالي جي قيمت هڪ روپيو هئي. سنڌ اپڪار 1924ع تائين مسلسل نڪرندو رهيو. هن رسالي جي سرڪيوليشن ٿي سئو ڪاپين تائين پهتل هئي.

**سنڌ اداس آهي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي نئين ٽهيءَ جي مشهور شاعر ايوب کوسي جي ڪالم ۽ مضمونن جو مجموعو آهي.




هن ڪتاب ۾ شامل مختلف موضوعن تي لکيل ڪل اوڻيتاليهه ڪالم ۽ مضمون ڌار ڌار وقتن تي اخبارن ۾ شايع ٿيا آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ خود ليکڪ پاران 'ڪاروان بڻجڻ لاءِ لکيل احساس' جي عنوان سان لکيل آهي. جڏهن ته ڪتاب کي جنوري 2011ع ۾ گلشن پبليڪيشن، حيدرآباد طرفان ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. گيڙو رنگ ۽ خوبصورت ٽائيٽل سان سينگاريل هيءُ ڊيمي سائيز جو ڪتاب 206 صفحن تي مشتمل آهي ۽ ڪتاب جو ملهه 250 رپيا ڇاٽايل آهي.

**سنڌ: ارغون دور ۾** (ڪتاب): هي ڊيمي سائيز جي 64 صفحن تي مشتمل مختصر ڪتاب نوجوان تاريخدان اڪرام ساگر عباسيءَ جو لکيل آهي.




ڪتاب ۾ هيٺيون مواد شامل آهي: (1) به ارغون حڪمران ۽ هزارين سنڌين جو رت، (2) ارغون دور ۾ سنڌين جو سياسي شعور، (3) ارغون دور جو سماجي، اقتصادي ۽ انتظامي جائزو ۽ (4) ارغونن جي پڇاڙي. هي مختصر ڪتاب 'نئون نياپو اڪيڊمي' ڪراچيءَ ڊسمبر 2000ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ ان جي قيمت 50 روپيا آهي.

**سنڌ انٽليڪچوئل فورم**: 'سنڌ انٽليڪچوئل فورم' 1986ع ۾ ڪجهه ادب ۽ سماج دوست فردن گڏجي قائم ڪيو، جنهن جو پهريون ۽ باني چيئرمين سنڌ جو برک دانشور ۽ اديب مرحوم رشيد ڀٽي هو. ان کانپوءِ فورم جي چيئرمئن شپ سنڌ جي هڪ ٻئي بزرگ اديب جمال ابڙي صاحب وٽ رهي. هن فورم پنهنجي شروعاتي قابل ذڪر

ڪمن ۾ ادبي، سماجي ۽ فڪري معاملن تي سيمينار ۽ بحث مباحثا منعقد ڪرايا ويا. ڪيتري وقت تائين هن فورم، سياسي مسئلن کي اٿارڻ ۾ به اهم ڪردار ادا ڪيو. ڪجهه وقت لاءِ هي فورم غير سرگرم ٿي ويو ۽ ان کي سال 2000ع ۾ وري نئين ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ ذريعي فعال ڪيو ويو.

هن فورم کي فعال ڪرڻ جو مقصد اهو هو ته جنهن جاءِ تي اسان جو سماج ۽ معاشرو بيٺل آهي، ترقي ۽ تعمير ڏانهن وک وڌائڻ خاطر، نئين صديءَ جي گهرجن کي تمام ٿورڙي حد تائين به پوري ڪرڻ لاءِ اهڙي فورم جي سخت ضرورت آهي، جيڪو سماج ۽ معاشري ۾ نون ۽ صحتمند لاڙن کي پيدا ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪري، منفي لاڙن جي حوصلا شڪني ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙي ۽ قوم ۽ سماج جي سيني حصن کي پاڻ سان گڏ ڪٽي هلڻ جي صلاحيت رکي. اها ئي سوچ سامهون رکندي، 'سنڌ انٽليڪچوئل فورم' کي نئين سر منظم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.

اها هڪ تاريخي حقيقت آهي ته جنهن قوم ۾ به سجاڳيءَ ۽ ترقيءَ جو انقلاب آيو آهي، ان ۾ هڪ مخصوص ننڍڙي پر ذهني طور سجاڳ ۽ متحرڪ حصي بنيادي ڪردار ادا ڪيو آهي ۽ اهو قوم جو متحرڪ حصو هميشه مڊل ڪلاس منجهان اڀريو آهي، يعني دنيا جي تاريخ ۾ قومن جي ذهني اڳواڻي گهڻي ڀاڱي مڊل ڪلاس ڪئي آهي. سنڌ جي پسمنظر ۾ ان ئي مقصد سان هن فورم کي وري فعال ڪيو ويو.

سنڌ انٽليڪچوئل فورم جا مول، متا ۽ مقصد هن ريت هئا.

- سنڌ جي قومي مفادن جو تحفظ ڪرڻ.
- هر قسم جي سنڌ دشمن سازشن جو مقابلو ڪرڻ.
- سنڌ جي سياسي قيادت ۾ ويجهڙائي ۽ سهمتي پيدا ڪرڻ.
- سنڌ کان ٻاهر سنڌ جو ڪيس پيش ڪرڻ.
- فورم طرفان تعليم، صحت، زراعت، معدنيات، واپار، روزگار، ادب، ٻولي، تاريخ، پاڻي، ماحوليات ۽ ٻين اهم معاملن بابت تحقيق ڪري، جامع پاليسيون جوڙڻ ۽ انهن بابت عوام ۾ جاڳرتا پيدا ڪرڻ.
- سنڌ ۽ دنيا جي عظيم انسانن، واقعن ۽ انقلابن کان سنڌي قوم کي واقف ڪرائڻ لاءِ سندن زندگين، حاصلات ۽ حيثيت بيان ڪرڻ ۽ ان ڏس ۾ يادگار پروگرام منعقد ڪرائڻ.
- سنڌي سماج ۾ گهر ڪري ويل ناڪاره ۽ منفي رجحانن جي خاتمي لاءِ جاکوڙڻ ۽ سنڌي قوم جي درد رکندڙ سڄاڻ ماڻهن کي سنڌ جي سماج جي مسئلن تي سوچ ۽ عمل جي دعوت ڏيڻ ۽ کين هڪ جمهوري سيڪيولر ۽ وطن دوست ترقي پسند پليٽفارم مهيا ڪرڻ.
- سنڌين ۾ نوان خيال، جديد لاڙا ۽ سائنسي طريقا متعارف ڪرائڻ.
- سنڌ جي تعليمي ادارن اندر موجود سمورين خرابين جي خاتمي ۽ تعليم جي واڌ ۽ ترقي لاءِ جدوجهد ڪرڻ.

**سنڌ ايڊوائيزر** (Sindh Adviser: اخبار): هيءَ سنڌ جي پهرين انگريزي اخبار هئي، جيڪا ڪراچيءَ مان 1944ع ڌاري انگريز سرڪار سنڌ ڪمشنر پرنٽنگ پريس مان شايع ڪئي. هيءَ اخبار هر خميس تي ايندي هئي، ان کان اڳ فارسي اخبارون به ايندڙيون رهيون.

**سنڌ ايڊووڪيٽ** (اخبار): هيءَ هفتيوار سنڌي اخبار، 25 اپريل 1918ع کان شڪارپور مان مولچند ويرو مل پوراڻيءَ جي ادارت هيٺ پڌري ٿي. ان کان اڳ هيءَ اخبار، 1913ع ۾ پريداس ڪندن مل جي ادارت هيٺ ايڊورس پريس سکر مان شايع ٿيندي هئي. هيءَ اخبار شڪارپور مان شايع ٿيڻ بعد انگريزي ٻوليءَ ۾ به شايع ٿيندي هئي. هيءَ اخبار انگريز سرڪار جي خلاف هئي. ان ڪري مٿس وقت بوقت سرڪار نامدار جو ڏمر به پيو.

هن اخبار ۾ انگريز سرڪار خلاف مضمون شايع ٿيڻ سبب بمبئي سرڪار، 1922ع ۾ اخبار ضبط ڪري اخبار جي اشاعت تي هميشه لاءِ بندش وجهي ڇڏي.

**Sindh and Its Sufis (ڪتاب)**: هي ڪتاب سنڌ جي صوفي عالم ڄيٺمل پرسرام گلراجاڻيءَ ورهاڱي کان ڪافي سال اڳ لکيو هو جنهن جا ٻه ڇاپا شايع ٿي چڪا هئا. هن ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ ماضيءَ ۾ آريا، يوناني، سٿين، راجپوت دور، اسلامي دور کان وٺي انگريز دور تائين تصوف جي ڄاڻ ڏني وئي آهي. ٻئي حصي ۾ صوفي ڪلچر ۽ سنڌ تي روشني وڌي وئي آهي. ٽئين حصي ۾ قلندر لعل شهباز ۽ ٻين صوفين بابت لکيو ويو آهي، جڏهن ته چوٿين حصي ۾ شاهه عنات رضوي، شاهه عبدالڪريم، شاهه لطيف ۽ سنڌس صوفي شاعريءَ تي روشني وڌي وئي آهي.




ان کان پوءِ سچل سرمست جي منصوري شاعريءَ جو جائزو ورتو ويو آهي.




هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، آديپور (ڪڇ)، 2000ع ۾ ڊيمي سائيز جي 138 صفحن تي مشتمل ڇپايو آهي، جنهن جي قيمت 100 روپيا آهي. هن ڪتاب جو هڪ ڇاپو ڪرائون سائيز جي 224 صفحن تي مشتمل، سنگ ميل پبليڪيشن لاهور 1979ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 60 روپيا آهي.

**سنڌ بابت انگريزن جي اختيار ڪيل حڪمت عملي** (ڪتاب): هي ڪتاب ڇيتن ماڙيوالا جو لکيل آهي، جنهن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو عطا محمد ڀنڀري ڪيو آهي. ڪتاب ۾ ٻه مهاڳ ڏنل آهن، جن مان پهريون

مهاڳ اينڊريان ڊيو آرٽ جو ۽ ٻيو ليکڪ جو لکيل آهي. ڪتاب ۾ 'ٻه اکر' جي سري سان مترجم بابت ناز سنائي لکي ٿو ته: "عطا محمد ڀنڀرو اسان جو دوست ۽ بزرگ، سنڌ جي تاريخ کي سموهڻ، گڏ ڪرڻ، ترجمو ڪرڻ جو جيڪو ڪم هن دور ۾ ڪري رهيو آهي، ان ڪم تي اسين سمورا سنڌ واسي فخر ڪري سگهون ٿا."



هن ڪتاب ۾ اهي مضمون شامل آهن، جيڪي سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽيءَ جي گڏجاڻين ۾ 'پڙهيا ويا هئا ۽ جن جي ذريعي اهو واضح ٿئي ٿو ته انگريزن وٽ سنڌ تي قبضي ڪرڻ جي لاءِ شروعاتي حڪمت عملي ڇا هئي ۽ هنن ڪهڙي ڍنگ، انداز ۽ اٽڪل سان سنڌ تي قبضي جي حڪمت عملي جوڙي هئي. هنن جي ڪاروباري مفاد جي پس پرده سياسي مقصد جو اپار ڪهڙين حالتن ۾ ٿيو ۽ سنڌن سياسي مفاد جي حق ۾ زميني حالتون ڪيئن تبديل ٿيون. هي ڪتاب سنڌ جي حوالي سان انگريزن جي حڪمت عمليءَ بابت ڀرپور تجزيي تي مشتمل آهي. 157 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب، 1999ع ۾ سنڌ تحقيقي بورڊ حيدرآباد شايع ڪرايو هو، جنهن جي قيمت 80 روپيا آهي.

**سنڌ تي حملن جي تاريخ** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور ليکڪ اياز ڀاڳت لکيو آهي. سنڌ جي تاريخ تي لکيل هن ڪتاب ۾ صرف ڌارين جي ڪاهن انهن جي ڦرلٽ، ظلم ۽ زيادتيءَ کي چٽيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ ڪُل 28 مضمون شامل ڪيا ويا آهن، جن ۾ سنڌ امڙ ڌرتي، سنڌي ۽ آريا، سنڌي ۽ ايراني، سڪندر مقدوني سان سنڌين جي ويڙهاند، سنڌين جو اعلان آزادي، موريا خاندان ڪانپوءِ سنڌ جي حالت، ساڪا قبيلن جي سنڌ ۾ آمد، ڪشن گهراڻو سنڌين جي ايرانين سان مدد، گپت گهراڻي جو حملو، هُڻ (Huns) لوڪن جو ڏهڪاءُ، سنڌين جي حاڪميت، سنڌين جي حالت آرين ڪانپوءِ، نوشيروان جي




ڪاهه، عرب ۽ سنڌي، عربن ۽ سنڌين جي ويڙهه، سنڌ تي محمود غزنويءَ جا حملا، دهليءَ جا دلال ۽ سنڌ جا سورما، شاهه بيگ ارغون جو سنڌ تي حملو، شاهه حسن ارغون جا ظلم، ترخانن جا ڪلور، سلطان محمود ڪوڪلتاش جو دور، مغل حاڪمن جا ڏاڍ ۽ ظلم، ڪلهوڙن جو دور ۽ ڌارين جون سازشون، سنڌ تي افغانين جا راتاها، شاهه شجاع جون شرانگيز حرڪتون، ٽالپر دؤر ۾ انگريزن جون سازشون، انگريز سامراج ۽ سنڌي- جهڙن اهم موضوعن تي مضمون شامل آهن. 208 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب، لاڪوڦلاٽي پبليڪيشن، نوابشاهه، 2011ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب جو ملهه پڪي جلد سان 150 روپيا آهي.

**سنڌ ٿيئٽرس حيدرآباد:** هي منڊلي، 1963ع ۾ سنڌ ٿيئٽرس جي نالي سان برپا ڪئي وئي. هن ٿيئٽرس پاران پهريون ڊرامو 'گونگي زال' پيش ڪيو ويو، جنهن جو ليکڪ الهه بچايو لغاري هو. ٻيو ڊرامو 'انڪوائري آفيسر' پيش ڪيو ويو، جنهن جو ليکڪ مرزا قليچ بيگ هو. ان ڪانسواءِ آغا سليم جا ٽي مشهور ناٽڪ: دولهه دريا خان، دودو چنيسر، تماشو ۽ غالب لطيف جي مشهور ناٽڪ 'ڇورن مٿان مور' سميت ٻيا ڪيترائي ناٽڪ هن منڊليءَ پاران پيش ڪيا ويا.

سنڌ ٿيئٽرس جي هدايتڪارن ۾ آغا سليم، مصطفيٰ قريشي ۽ غالب لطيف، اداڪارن ۾ سيما، روبينا قريشي، غزالا خورشيد، انوري بيگم، مصطفيٰ قريشي، الهه بچايو لغاري، عبدالڪريم بلوچ، غلام حيدر صديقي، عبدالحق ابڙو، انور بلوچ، قاسم فاني، منظور قريشي، انور سولنگي ۽ سڪندر بلوچ شامل هئا.

**سنڌ ٽائيمز** (هفتيوار / روزانه): محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي ادارت ۾ هن اخبار جو هفتيوار ايڊيشن 1970ع ڌاري پڌرو ٿيو. مئي 1971ع ۾ هيءَ اخبار پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي ترجمان طور روزانه ٿي. 1981ع ڌاري ڏيپلائي صاحب جي وفات ڪانپوءِ ڪجهه عرصو سندس فرزند عبدالرحمان ڏيپلائي انهيءَ اخبار کي هلائيندو رهيو. ڪجهه عرصو بند رهڻ ڪانپوءِ انهيءَ کي 1987ع ۾ عبدالرحمان ڏيپلائيءَ وري شروع ڪئي ۽ 1992ع ۾ نون مالڪن جي حوالي ڪيائين.

**سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ڄامشورو:** هي ادارو شروعات ۾ 'ويسٽ پاڪستان ٽيڪسٽ بڪ بورڊ' جي نالي سان ڪم ڪندو هو ۽ ان جي ريجنل آفيس حيدرآباد ۾ هئي، پر پوءِ جڏهن ون يونٽ ٽُٽو ۽ صوبا بحال ٿيا، تڏهن هر صوبي جا بورڊ جدا ٿيا. اهڙيءَ ريت 1971ع کان




هي بورڊ سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جي نالي سان ڄام شوري ۾ ڪم ڪري رهيو آهي. هن بورڊ جو پهريون چيئرمين ڊاڪٽر نبي بخش قاضي هو. ان کان پوءِ سيد غلام مُصطفيٰ شاهه، ڊاڪٽر اسد الله شاهه حسيني، علي محمد راهو، پروفيسر اڪرم انصاري، مُراد علي خان نظاماڻي، غلام رسول ڪوڪر، ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ، حميد سنڌي، پروفيسر مشتاق سنڌراڻي، ڊاڪٽر شريف ميمڻ، پروفيسر عزيز مهراڻوي،

پروفيسر عبدالسلام خواجہ چيئرمئن جي عهدي تي رهي چڪا آهن ۽ هن وقت ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جو چيئرمين رفيق احمد ڀرڙو صاحب آهي.

هن بورڊ جو مقصد سنڌي، اردو ۽ انگريزي ٻولين ۾ پهرئين کان ٻارهين ڪلاس تائين درسي ڪتاب شايع ڪرڻ آهي. سنڌي، اردو ۽ انگريزي مضمون کانسواءِ اسلاميات، عربي، رياضي، جاگرافي، سوشل اسٽڊي، فزڪس، ڪيمسٽري، بائلاجي ۽ پاڪستان اسٽڊيز جا ڪتاب شايع ڪيا وڃن ٿا. هن وقت حڪومت طرفان اسڪولن ۾ مفت ڪتاب شاگردن کي ڏنا وڃن ٿا. هن بورڊ کي، درسي ڪتاب جو سليبس، مرڪزي سرڪار کان ملندو آهي. جنهن تي بورڊ جو چيئرمئن مختلف سبجيڪٽن جي ماهرن جو پينل مقرر ڪندو آهي. جن کان ڪتاب لکرايا ويندا آهن. ڪتابن ۾ ٻوليءَ وغيره جي درستيءَ لاءِ رويو ڪاميٽي بہ مقرر ڪئي ويندي آهي. هن اداري وٽ جديد مشينن واري پنهنجي پريس آهي، جنهن ۾ ڪتابن جي ڇپائي ڪئي ويندي آهي، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ پاڻ وٽ پبلشرن کي رجسٽرڊ ڪندو آهي. پوءِ انهن جي تجربي مطابق معياري ڪتاب ڇپرائڻ ۽ وڪرو ڪرڻ لاءِ Allocation ڪندو آهي. انهن کان رائلٽي بہ وٺندو آهي، جنهن تي بورڊ جو ڪاروهنوار هلندو آهي. هي سيلف ارننگ ادارو آهي، جنهن کي گورنمنٽ طرفان ڪا بہ گرانٽ نہ ملندي آهي.

هن اداري جي ڪنٽرولنگ اٿارٽي، سيڪريٽري ايجوڪيشن هوندو آهي. هن اداري جي چيئرمئن جي مقرري، وڏي وزير جي منظوريءَ سان ٿيندي آهي ۽ سيڪريٽريءَ جي مقرري تعليم کاتو ڪندو آهي ۽ بورڊ آف گورنرس وڏي وزير جي مشوري سان تعليم کاتوئي مقرر ڪندو آهي. هن اداري ۾ مختلف شعبا قائم آهن، جن ۾ انتظامي شعبو، اڪائونٽس شعبو، آڊٽ شعبو، سبجيڪٽ اسپيشلسٽ پبليڪشن، پروڊڪشن، اڪيڊمڪ سيڪشن، لائبريري، اسٽور سيڪشن، پيپر سيڪشن وغيره شامل آهن.

**سنڌ پيپلز ڪلچرل اينڊ آرٽس ڪائونسل:** هي سوسائٽي 1972ع ۾ سنڌ آرٽ اينڊ ڊرئميٽڪ سوسائٽيءَ جي نالي سان قائم ڪئي وئي، جنهن جو بعد ۾، 1973ع ۾ نالو بدلائي 'سنڌ پيپلز ڪلچرل اينڊ آرٽس ڪائونسل' (سپڪاڪ) رکيو ويو. هن سوسائٽيءَ جا باني ڪار اسرار شام ۽ اشرف بلوچ هئا. هن سوسائٽيءَ پاران مشهور ناٽڪ 'لوئي ۽ لڄ' حيدرآباد کانسواءِ قاضي احمد، خيرپور، روهڙي ۽ ٽنڊي جام ۾ پيش ڪيو ويو. ان کانسواءِ هن منڊليءَ پاران الطاف سومري جا بہ ناٽڪ 'زندگي يا طوفان' ۽ 'زندگي يا موت'، اشرف بلوچ جا 'هيبت خان' ۽ 'ڌرتي ۽ ماءُ' ۽ قاسم فانيءَ جو ماڊرن هير رانجهو پيش ڪيا ويا. هن ڊرئميٽڪ سوسائٽيءَ جو هدايتڪار اشرف بلوچ ۽ اداڪار نازلي، ڪشور الماس، تبسم ناز، فريده، ابو بلاول، رشيد همدم، ايم. ملوڪ، روبينہ الماس، شبانہ ناز، جميلہ اقبال، الطاف سومرو، اسرار شام، اشرف بلوچ، منظور مراد، عاشق انصاري، سليم غوري، ناصر بلوچ، فضل ٽالپر، محمد علي، حشمت جگو، زاهد مرزا، قاسم فاني، تسليم ملڪ، سروڻ ڪمار ۽ انور رنگيلو هئا.

**سنڌ جا املهہ هيرا** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميار ليکڪ مير نادر علي ابڙي جو لکيل آهي. جنهن ۾ سنڌ جي مختلف شخصيتن جا سوانحي خاڪا شامل ڪيا آهن. جن ۾: زرينا بلوچ، برڪت علي بلوچ، زيب عاقلي، رئيس پٺي، تاج صحرائي، جمال ابڙو، رزاق مهر، ايم. ايڇ پنهور، ارباب امير حسين، جگديش ملاڻي، مولانا جان محمد عباسي، نواب نبي بخش خان ڀٽو ۽ ٻيون ڪيتريون ئي مختلف شخصيتون شامل آهن. ليکڪ هي ڪتاب عزيز خاتون، جنهن سندس پرورش ڪئي ۽ سندس نالو 'مير' رکيو، ان جي نانءَ ڪيو آهي. هن ڪتاب جي ابتدا ۾ 'ٻہ اکر' ڪامريڊ جام ساقيءَ جا لکيل آهن، جڏهن تہ هن ڪتاب جو مهاڳ محمد ابراهيم جويي جو لکيل آهي.




رنگين ٽائيٽل ۽ پڪي جلد سان هي ڪتاب 2012ع ڌاري ڪنول پبليڪشن پاران ڇپجي پڌرو ٿيو. هي ڊيمي سائيز ڪتاب 143 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو مُلهہ 300 روپيا ڇاڻايو ويو آهي.

**سنڌ جا ٽالپور** (ڪتاب): هي ڪتاب نوجوان محقق ۽ ليکڪ صفدر حسين ميرزا جو لکيل آهي، جنهن ۾ حيدرآباد، خيرپور ۽ ميرپورخاص جي ٽالپر حڪمرانن جو سلسليوار رنگين تصويرن سميت سربستو احوال ڏنل آهي. هي ڪتاب سڄو رنگين آرٽ پيپر تي ڇپيل آهي. هن ڪتاب ۾ حيدرآباد جي ٽالپر حڪمرانن مان مير فتح علي خان ٽالپر، مير غلام علي خان ٽالپر، مير ڪرم علي خان ٽالپر، مير محمود خان ٽالپر، مير مراد علي خان ٽالپر، مير نور محمد خان ٽالپر، مير محمد نصير خان ٽالپر، مير صوبدار خان ٽالپر، مير محمد خان ٽالپر، مير شهداد خان ٽالپر، مير حسين علي خان ٽالپر، مير محمد حسن خان ٽالپر، مير عباس علي خان ٽالپر، هزهائينس مير عبدالحسين خان ٽالپر، خيرپور ميرس جي ٽالپر حڪمرانن مان مير سهراب خان ٽالپر، مير رستم خان ٽالپر، مير علي مراد خان ٽالپر، مير فيض محمد خان ٽالپر، مير امام بخش خان ٽالپر، مير علي نواز خان ٽالپر ۽ ميرپورخاص جي ٽالپر حڪمرانن مان مير ٺاري خان ٽالپر ۽ مير شير محمد خان ٽالپر جو تفصيلي احوال تصويرن سميت ڏنل آهي. ان کانسواءِ حيدرآباد جي شهداداڻي ٽالپر حڪمرانن ۽ خيرپور جي سهراباڻي ٽالپر حڪمرانن جا شجرا پڻ شامل آهن. اداري پاران مير احسان علي خان ٽالپر بہ اکر لکيا آهن.



ڊبل ڪرائون سائيز ۾ چار رنگي ٽائيٽل سان 94 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب ٽالپر فائونڊيشن 2011ع تي ڇپجي ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي ڪا بہ قيمت نہ آهي.

**سنڌ جا دوائن وارا فصل ۽ وڻ ٻوٽا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي نامور ليکڪ، زرعي ماهر ۽ محقق پروفيسر ڊاڪٽر شمس الدين تنيي جو لکيل آهي. ليکڪ هن ڪتاب جو انتساب پنهنجي چاچي حڪيم ميان الهرکئي تنئي، استاد حڪيم قاضي عبدالڪريم، سنڌ ۾ دوائن جا فصل اپائيندڙ هارين، جڙين ٻوٽين ۽ پسارڪي وکرجي ڄاڻو حڪيمن ۽ سنڌ جي سدا حيات شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي (جنهن پنهنجي شاعريءَ ۾ جڙين ٻوٽين ۽ طبيبن جو ذڪر ڪيو آهي) جي نالي ڪيو آهي. شمس الدين تنئي جو هي ڪتاب 'طبي ۽ ماحوليات دوست ٻوٽن جي جديد پوک تي مشتمل آهي. هيءُ ڪتاب ڏهن بابن تي مشتمل آهي.




هن ڪتاب جي شروعات ۾ ٻہ اکر ليکڪ پاڻ لکيا آهن. جڏهن تہ مهاڳ مير نادر علي ٽالپر جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب 645 صفحن تي مشتمل آهي. هي ڪتاب 2011ع ۾ روشني پبليڪيشن طرفان ڇپجي پڌرو ٿيو. پڪي جلد ۽ رنگين ٽائيٽل واري هن ڪتاب جي قيمت 550 روپيا آهي. هن ڪتاب کي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ 2011ع جي بهترين ڪتاب جو اوارڊ 2012ع ۾ ڏنو.

**سنڌ جا زيور** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مشهور ليکڪ محمد سومار شيخ جو سنڌ جي زيورن بابت بهترين ماخذ جي حيثيت رکي ٿو. ليکڪ ڪتاب سنڌ جي زيورن جي تاريخ، زيور ٺاهڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ ڌاتو ۽ خام مواد، مختلف وکرن ۽ وٿن جي استعمال، اوزارن ۽ ٺانوَ ٿپن جي استعمال، سون ڳارڻ، سون صاف ڪرڻ، مختلف ڌاتن جي زيورن کي ٺاهڻ جي عمل، مرحلن، زيور جُڙي راس ٿيڻ تائين مڪمل ۽ مفصل ڄاڻ ڏني آهي. ان کان سواءِ هن ڪتاب ۾ سنڌ جي هر هڪ قبيلي جي زيورن ۽ مختلف عضون جي سمورن زيورن ۽ زيورن جي مختلف قسمن، وڙن، ڊول ۽ ڊزائينن، شڪلين ۽ تصويرن کي وضاحت سان بيان ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ ڊاڪٽر غلام علي الانا لکيو آهي، جنهن ۾ سنڌو ماٿريءَ جي عروج واري دؤر کان وٺي موجوده دؤر تائين سنڌ ۾ زيورن جي استعمال بابت وضاحت ڪئي وئي آهي. هي ڪتاب انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، يونيورسٽي آف سنڌ، ڄامشوري طرفان پهريون ڀيرو 1989ع



سنڌ جا زيور

۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب 119 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سنڌ جا سورما**[1] (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي قومي اڳواڻ ۽ سياستدان، جي. ايم. سيد جو لکيل آهي، جڏهن هن 1966ع ڌاري 'بزم صوفياءِ سنڌ' قائم ڪري، سنڌ جي مختلف درگاهن تي ادبي ڪانفرنسون ڪوٺائي، قومي پرچار شروع ڪئي تہ ان پروگرام جو هڪ جزو اهو بہ هو تہ سنڌ جي ماضيءَ جي قومي سورمن جي زندگيءَ ۽ قربانين جو احوال لکي نوجوانن کي سنڌن شاندار ڪارنامن کان واقفيت ڪرائجي. اهو ڪم مختلف اديبن جي حوالي ڪيو ويو هو. پر بزم صوفياءِ سنڌ جي تعليم کي ملڪي امن امان لاءِ خطرناڪ سمجهي، جڏهن 7 جولاءِ 1967ع تي، جنرل محمد ايوب خان سائين جي. ايم. سيد کي گهر ۾ نظربند ڪيو تہ هُن گهر ۾ هڪ جاءِ تي ويهڻ سبب ٻين ڪتابن سان گڏ هي ڪتاب 'سنڌ جا سورما' بہ لکي ورتو. جنهن ۾ سنڌ جي پنجن سورمن: (1) راجا ڏاهر، (2) دودي سومري، (3) نواب دولهہ دريا خان، (4) مخدوم بلاول، ۽ (5) شاهہ عنايت شهيد جو احوال ڏنو ويو آهي.

سنڌ جا سورما
جي ايم سيد

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، آڪٽوبر 1974ع ۾، نئين سنڌ پبليڪيشن ڪراچيءَ ڇپي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 2.25 روپيا هئي. هن ڪتاب جا بعد ۾ سنڌ ساهت گهر حيدرآباد، مارئي ڪتاب گهر سکرنڊ ۽ ٻين ادارن ڪيترائي ڇاپا پڌرا ڪيا آهن. ۽ هر سال سائين جي. ايم. سيد جي سالگرهہ ۽ ورسيءَ جي موقعن تي ٻين ڪتابن سان گڏ هي ڪتاب بہ ڇپجندو رهي ٿو.

**سنڌ جا سورما**[2] (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جا سورما، يعني سنڌ جي اتهاس جا لکل خوني ورق، دوارڪا پرساد شرما جو تصنيف ڪيل آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي برهمڻ دور جي سورمن ۽ سورمين- راجا ڏاهر، سوريہ ديوي، پرمل ديوي وغيره جو افسانوي ۽ ناٽڪ واري انداز ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي.



ڪرائون سائيز جي 108 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب دوارڪا پرساد روچيرام شرما، حيدرآباد، سنڌ مان ورهاڱي کان اڳ ڇپائي پڌرو ڪيو هو. جنهن جي قيمت هڪ روپيو هئي.

**سنڌ جا قديم آثار** (ڪتاب): هي ڪتاب هندستان جي ناميازي آرڪيالاجسٽ 'هينري ڪزنس' جي انگريزي ڪتاب: (The Antiquities of sindh) جي سنڌي ترجمي تي مشتمل آهي. اصل انگريزي ڪتاب جو پهريون ڇاپو، سينٽرل پبليڪيشن ڪلڪتي ڇپيو هو. ڪتاب، جو هي

ترجمو سنڌ جي نامور ليکڪ عطا محمد ڀنڀري 'سنڌ جا قديم آثار' جي نالي سان ڪيو آهي. هينري ڪزنس جو هيءُ ڪتاب 'آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا' جي جلد 46 طور برطانوي دؤر حڪومت ۾ ڪلڪتي مان 1929ع ۾ شايع ٿيو. بعد ۾ ڪراچيءَ مان 1970ع ڌاري سنڌ سرڪار ڇپائي پڌرو ڪيو. هينري ڪزنس جو هي ڪتاب موهن جي دڙي هڙپا، ڀنڀور، برهمڻ آباد ۽ ٻين قديم آثارن ۽ انهن جي تاريخي اهميت تحقيق ۽ کوٽائيءَ بابت معلوماتي ڪتاب آهي. هينري ڪزنس جو هي ڪتاب سنڌ جي تاريخ تي ڪم ڪندڙن لاءِ وڏي معلومات مهيا ڪري ٿو، جنهن ۾ ٻيءَ معلومات ڪانسواءِ ان دور ۾ سنڌ جي قديم آثارن جي صحيح صورت جون تصويرون موجود آهن. اهي اڄ ان ڪري وڌيڪ اهميت رکن ٿيون، جو ڪيترا آثار تباهه ٿي ويا آهن يا انهن جو وجود نه رهيو آهي. اهڙيون تصويرون 103 صفحن تي ڏنل آهن. جڏهن ته وچ ۾ ٻيون به 39 تصويرون ڏنل آهن، جيڪي ڪتاب کي وڌيڪ ڪارائتو ڪن ٿيون. ڪتاب جو پيش لفظ مترجم ۽ مقدمو عبدالله خان ورياهه لکيو آهي. ڪتاب جي ابتدا ۾ 'هينري ڪزنس' ۽ سنڌ جا آثار بابت ايم. ايڇ پنهور جو تعارف به ڏنو آهي. هن ڪتاب ۾ شامل عنوان هن ريت آهن: سنڌ جون نديون ۽ قديم آثار، سنڌ جي تاريخ جو مختصر خاڪو، تاريخ کان اڳ جا آثار ۽ پٿر جا اڻ گهڙيا اوزار، برهمڻ آباد، منصوره، محفوظه، وڄڻ جا کنڊر، الور، ڀنڀور، ميرپورخاص وارو ٻڌ اسٽوپا، ٺلهه مير رکڻ، سڏيرن جو ڏنڊو، ديبل ٺٽو، حيدرآباد، سيوهڻ، بکر جو درياهه جي وچ ۾ قلعو، بکر، روهڙي، لاڙڪاڻو، خداآباد، ڊکڻ، بلوچن جا قديم مقبرا ۽ قبرون، متفرق، آثار، موهن جو دڙو، ماهوٽا يا مٺهوٽا، فتح پور، هاڪڙو، هيلايا-خداآباد، پراڻا قلعا-شاهه پور چاڪر، مئو مبارڪ-بدين پراڻي، وڪر، وڳهه ڪوٽ، وجهه ڪوٽ يا وڳوگار- شاهه ڪپور، هالا، مٽياري، ماٽيلو، گهوڙڪي، آمري، ننگرپارڪر، ڀوڏيسر ويرا واهه، پاري نگر، گوڙيءَ جا مندر، ڏامراهو منو ديرو، لانڊي ۽ سنڌ جا پراڻا سڪا. ڪتاب جي آخري صفحن تي تاريخي ماڳن جون تصويرون ڏنيون ويون آهن.




هي ڪتاب ڊيمي سائيز ۾ پڪي جلد سان 432 صفحن تي مشتمل آهي ۽ 1995ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري شايع ڪيو آهي. هن ڪتاب جي قيمت سؤ رپيا آهي.

**سنڌ جا قديم آثار ۽ تاريخ** (ڪتاب): هي ڪتاب، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي، سنڌ جي تاريخ، قديم شهرن، قديم آثارن ۽ تاريخي حقيقتن بابت مقالن تي مشتمل آهي، جيڪو ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ جي ڊائريڪٽر، ڊاڪٽر محمد علي مانجهيءَ ترتيب ڏنو آهي. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جا هيٺيان تحقيقي ۽ تاريخي مقالا شامل آهن:



(1) سنڌ- هڪ تاريخي پسمنظر، (2) ماضيءَ جي تاريخ کي وڏي ويچار سان سامهون آڻڻ گهرجي، (3) ٺٽي جو وجودي بنياد يا ٺٽي شهر جو اصل نسل، (4) شهر سيوهڻ ۽ علائقي سيوستان جي قديم تاريخ، (5) سنڌ جو آخري سومرو بادشاهه ۽ سندس پائِن، (6) سنڌ جو مشهور جهونو شهر نصرپور، (7) رنيڪوٽ جو بنياد ۽ اُن جي تاريخ، (8) حيدرآباد شهر، (9) شڪارپور- هڪ سرسري جائزو، (10) ڪراچيءَ جي تاريخ بابت دليلن جي ڇنڊڇاڻ، (11) هنگلاج جو سفر، (12) ڳوٺ جعفر خان لغاريءَ جو جاگرافيائي ۽ تاريخي پسمنظر، (13) 1857ع ۾ سنڌ طرفان آزاديءَ جي جنگ، (14) نئين سنڌ يونيورسٽيءَ ڪئمپس- شهر جو بنياد پوڻ، (15) سنڌ جا قبيلا ۽ سنڌ جا نسب ناما، (16) سورهيه هوش محمد جي مزار ۽ اولاد بابت وضاحت.

ڊيمي سائيز جي 204 صفحن جي پڪي جلد سان هي ڪتاب، ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ، 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ اُن جي قيمت 250 روپيا آهي.

**سنڌ جا ڪالم نگار** (ڪتاب): جنرلزم ايجوڪيشن اينڊ ويلفيئر سوسائٽيءَ پاران ڇپايل هي ڪتاب نصرت حسين ابڙي جو سهيڙيل آهي، جيڪو ڊسمبر 1998ع ۾ شايع ٿيو. ڪتاب جو مهاڳ ناميارِي اديب علي احمد بروهيءَ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ امر جليل، علي احمد بروهي، حسين شاهه راشدي، سراج، ڊاڪٽر سليمان شيخ، ڊاڪٽر فهميده حسين، ڊاڪٽر نواز علي شوق، ڊاڪٽر بشير احمد شاد، قمر شهباز، انعام شيخ، نصير مرزا، طارق عزيز شيخ، ڪرم علي شاهه، آفتاب ميمڻ، ڪمال ڄامڙي، مرزا ڪاظم رضا بيگ، سلطانه وقاصي، قاضي آصف، ذوالفقار سيال، رضوان گل، سارنگ امر، رزاق ڪٽي، اي. جي چانڊئي ۽ علي گوهر ڪهاوڙ جا چونڊ ڪالم شامل آهن. 336 صفحن تي ٻڌل هن ڪتاب جا ڪالم سنڌ جي مشهور اخبارن مان گڏ ڪيا ويا آهن. هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا ڄاڻايل آهي.




**سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا** (ڪتاب): 'سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا' عنوان سان سنڌ جي ناميارِي اديب ۽ محقق اشتياق انصاريءَ جا ٻه ڪتاب ڇپجي چڪا آهن، جن ۾ سنڌ جي ڪوٽن ۽ قلعن جي باري ۾ معلومات ڏنل آهي. فاضل ليکڪ هنن ٻنهي ڪتابن ۾ سنڌ جي کنڊر ٿيندڙ ويل ۾ موجود ڪوٽن ۽ قلعن جي تاريخ، تاريخي پسمنظر سميت رقم ڪئي آهي.

’سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا‘ ڀاڱي پهرئين جي ابتدا ۾ ڪوٽن ۽ قلعن متعلق سرسري معلومات ڪانپوءِ سنڌ جي تاريخي قلعن ۽ ڪوٽن جو ڌار ڌار ذڪر ڪيو آهي، جن ۾ پڪو قلعو، ڪچو قلعو، غلام شاهه ڪلهوڙي جي مقبري وارو قلعو، سيوهڻ جو قلعو، دليل ڪوٽ، لاهري بندر، ڪلان ڪوٽ، عمرڪوٽ، نند ڪوٽ، ڪيريين ڪوٽ، ڪراچي ڪوٽ، رتوڪوٽ، راڻوڪوٽ، ملاڪي ڪوٽ، ڪيرٿر ۾ ڪوٽ، برج ۽ ديوارون، منهوڙو ڪوٽ، ڪوٽڏجي، رنيڪوٽ ۽ نئون ڪوٽ شامل آهن.






ڪتاب ۾ ڪوٽن ۽ قلعن جون تصويرون به ڏنيون ويون آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1996ع ۾، ٻيو ڇاپو 2003ع ۾ ۽ ٽيون ڇاپو 2010ع ۾ سنڌيڪا اڪيڊميءَ ڪراچيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڊيمي سائيز، پڪي جلد ۽ رنگين ٽائيٽل سان 407 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو ملهه 270 روپيا آهي. هن ڪتاب کي سنڌي ادبي سنگت سنڌ، شهيد پٽي گروپ ۽ اڪيڊمي آف ليٽرس سال 1996ع جي بهترين تحقيقي ڪتاب جو اوارڊ ڏنو.

’سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا‘ (ڀاڱو ٻيو) 2011ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو جنهن ۾ امام ڳڙهه، بکر جو قلعو، ڀهمر جو ڪوٽ، جبو ڪوٽ، ڪارو ڪوٽ، گلان ڪوٽ، اروڙ جو ڪوٽ، لوٽي ڪوٽ، جهم ڪوٽ، سرٽي ڪوٽ، چاڪر ڪوٽ، اگهم ڪوٽ، چنڙو ڪوٽ، درگهه بالا ۾ ميرن جو ڪوٽ، پنيور جو قلعو، رتو ڪوٽ (ڪيرو) شامل آهن. سنڌي ادبي سنگت هن ڪتاب (ٻئي ڀاڱي) کي سال 1120ع لاءِ ’ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ اوارڊ‘ ڏنو آهي.

**سنڌ جا ميوا** (ڪتاب): هن ڪتاب جا مصنف ڊاڪٽر حاجي اسلام الدين مجيداڻو ۽ امير حسين آهن. ڪتاب ۾ سنڌ جي ميون جي تاريخ، باغن جي اهميت، پوکائيءَ جا طريقا ۽ ميون کي بازار ۾ پهچائڻ جي معلومات ڏنل آهي. هي ڪتاب ميرپورخاص ۽ حيدرآباد ضلعن ۾ ميون پوکيندڙن لاءِ لاڀائتو آهي. هن ڪتاب مان زرعي شعبي سان لاڳاپيل شاگرد، استاد، زرعي ماهر، زميندار، هاري فائدو وٺي سگهن ٿا. ڊيمي سائيز جي 243 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ 2003ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 100 روپيا آهي.




**سنڌ جو اگني ڪنڊ** (ڪتاب): هن ڪتاب ۾ سنڌ جون اٺ تاريخي ڪهاڻيون شامل آهن. ڪتاب جو ليکڪ دوارڪا پرساد شرما آهي. هن ڪتاب ۾ برهمڻ دؤر ۾ ڌارين حملي آورن جي ويساهه گهاتين جو ذڪر ٿيل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1946ع ۾ تاج محل اليڪٽرڪ پرنٽنگ ورڪس، شاهي بازار حيدرآباد مان مصنف ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪرائون سائيز، پڪي جلد ۽ 136 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 1.80 روپيا ڇاپيل آهي.




**سنڌ جو ٻيجل** (ڪتاب): سنڌ جي ناميارې ۽ قومي فنڪار، سرمد سنڌيءَ جي لاڏاڻي ڪانپوءِ سندس يادن، شخصيت ۽ فن تي لکيل اديبن ۽ سندس چاهيندڙن جي تاثرات تي مشتمل هي ڪتاب علي حسن چانڊيي سهيڙيو آهي. هن ڪتاب ۾ شيخ اياز، بيدل مسرور، قمر شهباز، تاجل بيوس، حسن مجتبيٰ، اعجاز منگي، نورالهديٰ شاهه، سرڪش سنڌي، نصير مرزا، غفار تبسم، اياز گل، ادل سومرو، محمود مغل، زخمي چانڊيي، ڪوثر ٻرڙي، اسحاق سميجي، گل ڪونڌر، حيات علي شاهه بخاري، خواجه ذوالفقار ۽ ٻين جا تاثرات ۽ مختلف اخبارن جا ايڊيٽوريل شامل آهن. ان ڪانسواءِ هن ڪتاب ۾ سرمد سنڌيءَ جون يادگار تصويرون ۽ مٿس شاعرن جي شاعري به شامل آهي. ان ڪان سواءِ ٽڏي تي لکيل تاثرات پڻ شامل ڪيا ويا آهن. ڪتاب جو پيش لفظ، سرمد سنڌيءَ جي ڀاءُ احمد مغل جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز جي پڪي جلد جي 263 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو مهراڻ پبلشرز ڪراچيءَ، پهريون ڇاپو ڊسمبر 1997ع ۾ ڇپايو هو ۽ ٻيو ڇاپو ڊسمبر 1998ع ۾ ڇپايو ويو آهي، جنهن جي قيمت 150 روپيا آهي.




**سنڌ جو تاريخي ۽ تحقيقي جائزو** (ڪتاب): هي ڪتاب اصل ۾ ڪل 33 مضمونن ۽ مقالن تي مشتمل آهي، جيڪو سنڌ جي تاريخ، قديم آثارن، مشاهيرن، قديم سنڌي ڪتابن وغيره جهڙن اهم موضوعن تي لکيل آهن. هن ڪتاب جو مصنف ڊاڪٽر غلام محمد لاکو آهي. ٽيٽيهن تحريرن کي پنجن حصن ۾: خاص اڀياس، تاريخ، قديم آثارن ۽ سوانح، فارسي ادبيات، سنڌي ٻولي ۽ ساهت ۽ سيد حسام الدين راشدي ۾



تقسيم ڪري لکيو ويو آهي. ليکڪ جا اهي ليک ۽ مقالا ٽماهي رسالي 'مهراڻ' ۾ ڇپيا. هي ڪتاب مارئي سماجي سنگت، عمر مارئي ڳوٺ ملير ڪراچي طرفان 1997ع ۾ ڇپيو. ڊيمي سائيز ۾ هي ڪتاب ڪل 421 صفحن تي مشتمل آهي.

**سنڌ جو سفر** (ڪتاب): لطف الله سورتيءَ جي آتم ڪٿا (Autobiography of Lutfullah) ۾ سنڌ جي باري ۾ اهم معلومات ملي ٿي. هن ڪتاب ۾ ڪل چوڏهن باب آهن، جن مان باب نائون، ڏهون ۽ يارهون سنڌ سان تعلق رکن ٿا. مصنف سنڌ ۾ ڊسمبر 1838ع ۾ سامونڊي سفر ذريعي پهتو هو ۽ سنڌو درياهه جي ڇوڙ وٽان سنڌ ۾ داخل ٿيو هو. هن کي پهريون پيرو سنڌ ملڪ ۽ سنڌي ماڻهن کي روبرو ڏسڻ جو موقعو مليو هو. هن پنهنجي ڪتاب ۾ مختلف شهرن جو ذڪر ڪيو آهي. جتي هو انگريز عملدارن سان گڏ رهيو هو. شروع ۾ گهوڙاٻاري شهر جو ذڪر ڪيو اٿس. پوءِ هو ٺٽي ننگر پهتو هو. مصنف جامع مسجد (شاهجهاني مسجد) جي باري ۾ آگاهه ڪندي، ان جي فن تعمير ڪاشيءَ جي استعمال ۽ سونهن سوڀيا جي گهڻي تعريف ڪئي آهي. ٺٽي جي ٻين هنرن، تاريخي عمارتن، علم ۽ ادب توڙي عام ماڻهن جو به ذڪر ڪري ٿو. مڪلي ٽڪر جو سير ڪندي، اتي جي تيرهن عدد مکيه عمارتن ۽ مقبرن جو احوال به لکيو اٿس. بعد ۾ لطف الله وفد سان گڏ حيدرآباد پهچي ميرن جي دربار ۽ انگريزن جي ريزيڊنسيءَ جو حال احوال لکيو آهي. هن اُن وقت جي ڏيهي توڙي پرڏيهي حالتن جو به ذڪر ڪيو آهي. حيدرآباد کان پوءِ لکي شاهه صدر پهتو ته اتي جو احوال به لکي ورتائين. ان کان پوءِ لطف الله سيوهڻ، تلٽي، لاڙڪاڻي، نئين ديري ۽ شڪارپور جا شهر به ڏٺا. شڪارپور کانپوءِ خيرپور (ميرس) طرف به انگريزي وفد سان گڏ ويو. ان بعد ٻيهر شڪارپور پهتو. هن شهر جي ذڪر ۾ سنڌ واهه جو احوال به لکيائين. انهن ڏينهن ۾ سنڌ واهه تي ميلو لڳندو هو. لطف الله پاڻ ميلو ڏسڻ ويو. لکي ٿو ته، "شهر کان اٽڪل ميل پنڌ تي درياهه جي هڪ شاخ (سنڌ واهه) تي ساليانو هڪ شاهي ميلو لڳندو آهي، يعني هي آبڪلاڻيءَ جو ميلو آهي. آءٌ هي ميلو ڏسڻ ويس. ميلي تي ماڻهن جو وڏو تعداد آيل هو. هتي مون کي پهريون دفعو سنڌي هندو سُندرين کي بنا پردي ۽ حجاب جي ڏسڻ جو وجهه مليو. آءٌ بنا هٻڪ ائين چوڻ لاءِ تيار آهيان ته هنن مان ڪيترين برطانيا جي پرين چهرن سان به مقابلو ڪري سگهن ٿيون."




لطف الله جي سفرنامي مان اتر سنڌ جي بلوچن جي باري ۾ گهڻو مواد ملي ٿو. خانڳڙهه (موجوده جيڪب آباد) خانپور، شڪارپور ۽ سکر جي علائقن ۾ مختلف بلوچ قبيلا آباد هئا، جن جي باري ۾ خبر پوي ٿي ته اهي اڪثر پاڻ ۾ وڙهندا رهندا هئا. ان ڏس ۾ لطف الله اتر سنڌ جي بدامنيءَ ۽ ويڙهه لاءِ: رند، ڊومبڪي، جکراڻي، بگٽي، مري، مزاري، لغاري، بليدي، بروهي ۽ دستي قبيلن جو ذڪر ڪري ٿو. ويڙهه ۽ فساد جي پس منظر ۾ ڏسجي ٿو ته انهن علائقن ۾ ٽالپرن جي حڪومت جو ڪو به اثر رسوخ نه هو. بلوچ قبيلن ڪيپٽن ايسٽ وڪ ۽ ان جي فوجي جٿن کي به تنگ ڪيو هو. آخرڪار انگريزن قادر بخش کوسي ۽ ڪمال خان کهيريءَ سان دوستي رکي، ٻروچن سان منهن ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. لطف الله پنهنجي آتم ڪٿا ۾ اتر سنڌ جي سخت گرميءَ جو ذڪر پڻ ڪيو آهي. سورت جي هن عالم پنهنجي آتم ڪٿا ۾ لاڙ جي ماڻهن لاءِ خاص طرح سان ۽ سنڌي ماڻهن لاءِ مجموعي طرح سان هيءَ راءِ ڏني آهي: 'سستي ۽ بيڪاري سنڌين جي مکيه عادتن مان آهي.' درياهه جا ناڪئا سارو ڏينهن منهنجي تنبوءَ جي ٻاهران ويٺا بحث مباحثا ڪندا ۽ يٽ شٽ هڻندا هئا." وڌيڪ لکي ٿو، "هڪ دفعي هڪ ڏرڇيو ته ملڪ هاٿي جاڻ ته ويو. جلد ئي اُن تي انگريزن جو مڪمل قبضو ٿي ويندو. ان ۾ ٽالپرن جو پنهنجو ڏوهه آهي، خاص طرح مير صوبدار جو. جيڪو اڃا تائين انگريز جهڙيءَ هڙ ڪاٺو قوم جي دوستيءَ جا دم ڀيو پري."

لطف الله جي ڪتاب جي، سنڌ جي پسمنظر ۾ اهميت کي ڏسندي، سنڌي ادبي بورڊ پنهنجي اوائلي دؤر ۾ ان ۾ ملڪ سنڌ بابت مواد کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇپرائڻ جو فيصلو ڪيو. اصل انگريزي ڪتاب جي ڪاپي سنڌ جي نامور عالم ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي مهيا ڪئي. ترجمي جو ڪم قادر بخش نظاماڻيءَ جي حوالي ڪيو ويو. ۽ ان ڪم جي سرپرستيءَ ۽ همت افزائي پير حسام الدين راشدي ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ ڪئي. محمد ابراهيم جويو بورڊ جو سيڪريٽري هو. ان صاحب ڪتاب کي 1956ع ۾ 'سنڌ جو سفر' عنوان ڏئي ڇپرائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جا 1965ع، 1970ع، 1994ع ۽ 2005ع ۾ چار ڇاپا پڌرا ٿي چڪا آهن. آخري ڇاپو، ڪرائون سائيز جي 77 صفحن تي مشتمل آهي.

**سنڌ جو سنڌي ساهتيہ** (ڪتاب): 28 مارچ 2009ع تي 'سنڌ جي سنڌي ساهتيہ' بابت ساهتيہ اڪيڊمي، نئين دهليءَ پاران، ممبئيءَ ۾ هڪ سمپوزيم ڪرايو ويو. جنهن ۾ سنڌ ۾ سرجيل ادب (ڪهاڻي، ناول، سفرنامي ۽ شاعري) بابت هند جي سنڌي اديبن مقالا پيش ڪيا، جن کي نامديو تاراچنداڻيءَ ترتيب ڏئي، ڪتابي صورت ڏني. هن سمپوزيم جي شروعاتي اجلاس جي صدارت لکميءَ کلاڻيءَ ڪئي ۽ شروعاتي خطاب واسديو موهيءَ ڪيو ۽ ڪي نوٽ تقرير نامديو تاراچنداڻيءَ ڪئي. شروعاتي اجلاس ۾ ٻه پيپر پڙهيا ويا.




(1) نسيم کرل ۽ هن جون ڪهاڻيون: (هيرو شيوڪاڻي)، (2) شوڪت حسين شورو: هڪ ڪهاڻيڪار: (هري پنڪج). ان کانپوءِ پهريون اجلاس هيري شيوڪاڻيءَ جي صدارت ۾ ٿيو.

جنهن ۾ 4 مقالا پڙهيا ويا: (1) امر جليل جون ڪهاڻيون: (نارائڻ ڀارتي، (2) ماهتاب محبوب جي ڪهاڻي، سنگره-'ملي مراد': (لکمي کلاڻي)، (3) علي بابا ۽ سندس 'ڏرتيءَ ڏکاڻا': (نند ڇڳاڻي) ۽ (4) حميد سنڌيءَ جون ڪهاڻيون: (اندرا شبنم). ٻئي اجلاس جي صدارت لڇمڻ ڪومل ڪئي، جنهن ۾ 5 مقالا پڙهيا ويا. (1) ج. ع منگهاڻيءَ جو ناول 'رڃ': (مايا راهي)، (2) آغا سليم جا ناول: (ڪلا پرڪاش)، (3) ماڻڪ جو ناول: 'ساهه مٺ ۾': (تيرت چاندواڻي)، (4) 'خيمي ۾ شام': نصير مرزا جو سفرنامو: (گوپال ٺڪر) ۽ (5) اخلاق انصاريءَ جو ناول 'اڌوهي': (سريتا شرما). ٽيون اجلاس شاعريءَ بابت ٿيو، جنهن جي صدارت ڪلا پرڪاش ڪئي، ان ۾ 4 مقالا پڙهيا ويا: (1) تاجل بيوس جو ڪتاب 'ڪنڌيءَ ڪنؤر ترن': (جگديش لڇاڻي)، (2) احمد شاهه استاد بخاري، 'نه ڪم نبريون، نه غم نبريو' (غزل ڪليات): (واسديو موهي)، (3) شاعر شيخ اياز 'پنور پري آڪاس': (واسديو نرمل)، (4) مخالف هوا جي آڏو اڏول: امداد حسيني: (لڇمڻ ڪومل).

سمپوزيم ۾ پڙهيل سمورن مقالن، شروعاتي خطاب، ڪي نوٽ تقرير ۽ آخر ۾ ستيش روهڙا جي مقالي 'سنڌ جي ساهتيه جو مختصر جائزو' ۽ واسديو موهيءَ جي 'سنڌ جو ساهت – ڪي اهم نقطا' تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي 144 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب کي نامديو تاراچنداڻيءَ ترتيب ڏنو آهي ۽ ڪتاب ساهتيه اڪيڊمي، نئين دهليءَ، 2011ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت صرف 100 روپيا آهي.

**سنڌ جو سيلاني (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب جو پهريون ڀاڱو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي تاريخي ماڳن ۽ مڪانن جو احوال بيان ڪيل آهي. ڪتاب جو مصنف سنڌي ادب جو ناميارو محقق ڀيرومل مهرچند آڏواڻي آهي. ڪتاب ۾ مهاڳ ڇيتنمل پرسرام جو لکيل آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1923ع ۾ ڀارتواسي پريس حيدرآباد سنڌ مان ڇيتنمل پرسرام گلراجاڻي ڇپائي پڌرو ڪيو هي ڪتاب ڪرائون سائيز ۾ 174 صفحن تي مشتمل آهي.



**سنڌ جو شاهنامون يا ڪلهوڙن جي هار (ڪتاب):** هن ڪتاب جو مصنف هز هائينس مير محمد حسن علي خان ٽالپر آهي. هن ڪتاب ۾ ڪلهوڙن جي آخري دؤر ۽ ٽالپرن جي شروعاتي دؤر جي مڪمل منظوم تاريخ آهي. هي سچي تاريخ، مثنويءَ جي بحر ۾ چيل آهي. هن مثنويءَ کي غلام نبي محمد وريل ائڊوڪيٽ مرتب ڪيو آهي. مير محمد حسن جي احوال کانپوءِ مثنوي شروع ٿئي ٿي. ڪتاب ۾ مثنوي ڪل 56 بابن ۾ ورهايل آهي ۽ هر باب شروع ٿيڻ کان پهرين ان جي 'حاصل مطلب' جي عنوان سان تفصيلي سمجهاڻي ڏني وئي آهي. 56 بابن ۾ تاليف جو سبب، ڪلهوڙن جو زوال، مير بهرام ۽ مير صوبدار جي شهادت، ميان سرفراز جو تخت تان لهڻ ۽ قيد ٿيڻ، ميان غلام نبيءَ جو تخت تي ويهڻ، مير بجار خان جو سنڌ ۾ اچڻ، ميان غلام نبيءَ جو جنگ ۾ مارجڻ، ميان عبدالنبيءَ جو تخت تي ويهڻ، ميان عبدالنبيءَ جو قيد ۾ ميان سرفراز ۽ ٻين کي قتل ڪرائڻ، تيمور شاهه جي سنڌ تي ڪاهه، ميان عبدالنبيءَ جو مير بجار کي شهيد ڪرائڻ، ميان صادق عليءَ جو تخت تي ويهڻ، وري ميان عبدالنبيءَ جو تخت تي ويهڻ، مدد خان کي سنڌ تي حملي ڪرڻ جي دعوت ڏيڻ، ميان عبدالنبيءَ جو مير عبدالله خان، مير فتح خان ۽ مير مرزي خان کي پاڻ وٽ ترسائي قتل ڪرائڻ، هالاڻيءَ جي جنگ لڳڻ، ڪلهوڙن جي شڪست ۽ ٽالپرن جي فتح، ٻن سالن کان پوءِ قلعو فتح ٿيڻ، مير فتح علي خان جو حاڪم ٿيڻ، مير صاحب جو دؤر، مير صاحب جي وفات، مير غلام عليءَ جو تخت نشين ٿيڻ، مير غلام علي جو دؤر، مير غلام عليءَ جي وفات، مير ڪرم عليءَ جو تخت تي ويهڻ، مير ڪرم عليءَ جي دؤر بابت تفصيل، مير ڪرم عليءَ جي وفات وغيره. مثنويءَ جي آخر ۾ 'معنيٰ شرح' جي عنوان سان هڪ مڪمل باب آهي. هي مثنويءَ جو چوٿون حصو شايع ٿيو آهي. مڪمل مثنوي شايع ٿي نه سگهي. 190 صفحن تي مشتمل ڊبل ڪرائون سائيز ۾ هي ناياب تاريخي ڪتاب مسلم ادبي پرنٽنگ پريس 1938ع ۾ شايع ڪيو، جنهن جي قيمت هڪ آنو آهي.



**سنڌ جو شعبان مولانا عبدالڪريم چشتي (ڪتاب):** هن ڪتاب کي نامياري ليکڪ عبدالرحمان جتوئيءَ ترتيب ڏنو آهي، جنهن ۾ مولانا عبدالڪريم چشتيءَ جي سوانح عمريءَ کان علاوه ناميارن ليکڪن غلام محمد گرامي، پروفيسر لطف الله بدوي، پير علي محمد شاهه راشدي، يار محمد ٽانوري، 'مسلم' رفيق احمد سومري ۽ راشد راهيءَ جا مولانا چشتي مرحوم جي زندگي ۽ سندس علمي ادبي خدمتن تي مضمون ڏنل آهن ۽ آخر ۾ مولوي ثناءُالله ثنائي، حڪيم محمد احسن چنا، رشيد احمد لاشاري، نياز همايوني ۽ ارباب علي 'عادل' چوهاڻ پاران مولانا چشتي مرحوم کي ڏنل منظوم خراج عقيدت شامل آهي. پڪي جلد، ٻن رنگن واري ٽائيٽل ۽ 114 صفحن تي مشتمل ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب کي 'سنڌي ساهت سوسائٽي، شڪارپور- لاڙڪاڻو' ڇپرائي پڌرو ڪيو، جنهن جي قيمت 10 روپيا آهي.

**سنڌ جو مهراڻ (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب انگريز دؤر جي فوجي عملدار ۽ محقق ميمبر جارج راورٽيءَ جي سنڌو درياهه بابت لکيل انگريزي ڪتاب 'Mehran of Sindh' جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو سنڌ جي ناميار محقق عطا محمد ڀنڀري جو ترجمو ڪيل آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي جاگرافيءَ سان گڏ تاريخ جو مواد، سنڌو درياهه جي آڳاٽي ۽ موجوده وهڪرن جي باري ۾ تفصيلي معلومات ڏنل آهي. ڪتاب ۾

مختلف عنوانن سان ڪُل نَو تحقيقي مضمون شايع ٿيل آهن. جن ۾ (1) سنڌو، (2) وهاٽ، بهاٽ يا قديم بي دستہ، (3) چن آب يا چندرڀاڳا، (4) راوي يا روا، (5) بياهہ- قديم بپاشا يا وپاشا، (6) سُتلج، ستلاج يا شتلاج، (7) هاڪڙا، واهندا يا سنڌ ساگر ۽ چتنگ، (8) سرسوتي يا قديم سَرس وتي، (9) گهگهر يا قديم دريشدوتي شامل آهن. هن ڪتاب ۾ سنڌ ڪانسواءِ پنجاب جي درياهن جو بہ تفصيلي احوال ۽ انهن درياهن جي اڳوڻن تاريخي نالن جو بہ ذڪر مليو ٿو.




هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري 1995ع ۾ شايع رنگين ٽائيٽل، ڊيمي سائيز ۽ پڪي جلد سان هيءُ ڪتاب 672 صفحن تي مشتمل آهي، جڏهن تہ ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.

**سنڌ جي تاريخ (ڪتاب)**: هي ڪتاب ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جي سنڌ جي تاريخ بابت لکيل مضمونن ۽ مقالن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ هيٺيان عنوان شامل آهن، سنڌ جي تاريخ هڪ نظر ۾، عرب دور ۾ سنڌ جون حالتون، سليمان تاجر ۽ سنڌ، مسعودي ۽ سنڌ، زط يا جت، هاڪڙي درياهہ جي ماٿري ۽ ان جا قديم شهر، بکر ۽ سکر، پنهور جاگرافي بيهڪ ۽ تاريخي پسمنظر، سيوهڻ، نيرن ڪوٽ، ساموئي، ٺٽو، سنڌ جو حاڪم ڄام نظام الدين، ميرعلي شير قانع، ڪرڙيءَ جي جنگ، ملفوظات، سنڌ ۾ فارسي اخبار نويسي، انگريزن جي دور ۾ سنڌ ۾ تعليم، سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي، سنڌ ۾ ڪپڙي جي صنعت، اجرڪ.




ڊيمي سائيز جي 344 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو هي ٻيو ڇاپو، آڪٽوبر 1999ع، مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ ان جي قيمت 80 رپيا آهي.

**سنڌ جي تاريخ: تخليق ڪائنات ڪان حضرت نوح تائين (ڪتاب)**: ڪتاب 'سنڌ جي تاريخ: تخليق ڪائنات ڪان حضرت نوح تائين'، جلد پهرئين، حصي پهرئين جو ليکڪ ۽ محقق اياز ڀاڳت آهي. هي ڪتاب ستن بابن ۾ ورهايل آهي. باب پهريون: تخليق ڪائنات بابت آهي، جنهن ۾ ڪرت جڳ، ترت جڳ، دواپر جڳ، ڪل جڳ، ڪان وٺي سوميرين، بابلين، مصرين، آرين، ايرانين، يونانين، چينين، بائيبل، قرآن ۽ سائنس جا تخليق بابت نظريا ڏنا ويا آهن. باب ٻئي ۾ ڌرتيءَ جي تخليق ۽ جڳن جو موجوده زماني تائين ذڪر موجود آهي. باب ٽئين جو عنوان زندگيءَ جو آغاز آهي، جنهن ۾ زندگيءَ جي ارتقا بابت نظريا، سائنسي ثبوت، پٿرايل ڍانچن، ماحوليات، اناٽوميءَ ڪان وٺي لامارڪ ۽ ڊارون جي نظرين تائين جو تفصيل شامل آهي. باب چوٿون 'انسان' بابت آهي، جنهن ۾ انسان بابت سنڌين، سوميرين، بابلين، مصرين، يونانين، بائيبل ۽ قرآن جا نظريا ڏئي، نظريہ ارتقا جي حيثيت ڏني وئي آهي. باب پنجون 'سنڌ' بابت آهي، جنهن ۾ سنڌ جو وجود، سنڌ نالو ڪيئن پيو روايتي ۽ اختلافي بيان، محققن جو رايو سنڌ نالي جي حقيقت ۽ سنڌ نالي جي وسعت جا عنوان شامل آهن.




باب ڇهين جو عنوان آهي: 'سنڌ- انسان جي جنم ڀومي' هن باب ۾ حضرت آدم، جنت، هابيل قابيل، حضرت سيٺنڊ جي پيدائش، جاگرافيائي حالتن، حضرت نوح واري ٻوڏ، علائقي، جودي جبل ۽ انساني آباديءَ جي مرڪز ڌرتي ماتا جو ذڪر ڏنو ويو آهي. باب ستين جو عنوان آهي: 'حضرت نوح جي امت سنڌي- صائبين'. هن بابت هيٺ ننڍا عنوان هن ريت بيان ڪيا ويا آهن: سنڌ ۾ مذهب، حضرت نوح جي قوم ۽ امت، ابن نديم، ابن ڪثير، سليمان ندويءَ جا بيان، مصنف جي تحقيق، چا ويد صحيفا آهن.

ڊيمي سائيز، پڪي جلد سان 493 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، اياز ڀاڳت اڪيڊمي، لاڙڪاڻي، 2012ع ۾ ڇپايو آهي ۽ ان جي قيمت 700 روپيا آهي.

هن ڪتاب کي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران سال 2012ع ۾ ڇپيل تاريخ جي بهترين ڪتاب جو اوارڊ ڏنو آهي.

**سنڌ جي تاريخ جو جديد مطالعو (ڪتاب)**: هي ڪتاب پروفيسر عبدالله مگسيءَ جي مختلف تاريخي مضمونن تي مشتمل آهي، جن ۾ سنڌ جي سياسي، معاشي ۽ سماجي حالتن جي حوالي سان سنڌ جي پوين پنج سئو سالن جي تاريخ جي عڪس آرائي ڪئي وئي آهي. هنن تاريخي مضمونن جي سهيڙپ پروفيسر عبدالله مگسيءَ جي پٽ ڊاڪٽر لياقت مگسي ۽ گل محمد سومري ڪئي آهي. ڪتاب جي ڀاڱي پهرئين ۾ سومرن، سمن ۽ مغلن جي دور جي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي، تاريخي ۽ ادبي جائزي سان گڏ آزاديءَ جي تحريڪ جي مختلف رخن، ميان وال تحريڪ، ميان يار محمد ڪلهوڙي، ميان نور محمد ڪلهوڙي جي حڪمت عملين، ٽالپرن جي زوال ۽ برطانوي دور جو جائزو ورتو ويو آهي. ڀاڱي ٻئي ۾ تهذيب جي ارتقا، آثار قديم جي تهذيبي لاڳاپن، رنيڪوٽ، سپڙ ماڙي ۽ خدا آباد جي تاريخي شهرن بابت مضمون شامل



آهن. ٽئين ڀاڱي ۾ مانجهند جي سنڌ ورڪين، مخدوم بلاول جي ڪيس، قلندر شهباز جي فڪري لاڙن ۽ ماخذن جو ذڪر آهي. ڪتاب جو تفصيلي مهاڳ خاڪي جويي جو لکيل آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1994ع ۾ پڌرو ٿيو هو، جڏهن ته ٻيو ڇاپو 2010ع ۾ سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ پڌرو ڪيو آهي. ڊيمي سائيز جي 288 صفحن تي مشتمل پڪي جلد واري هن ڪتاب جي قيمت 300 رپيا آهي.

**سنڌ جي تاريخ: سنڌ سلطنت** (ڪتاب): هي ڪتاب، اياز ڀاڳت جي ڪتاب 'سنڌ جي تاريخ' (تخليق ڪائنات کان حضرت نوح تائين) جلد پهرئين جو ٻيو ڀاڱو 'سنڌ سلطنت' آهي. ڪتاب 11 بابن تي ورهيل




آهي. باب پهريون- سنڌ جي تعارف تي مشتمل آهي، باب ٻئي (ابتدائي دور) ۾ سماجي ارتقا، اوائلي انسان، وحشي دور، شڪاري دور، زراعت وارو دور، چوپائي مال جو ڌارڻ، ڪٽنب جو ٺهڻ ۽ ڳوٺ- شامل آهن. باب ٽيون (شعوري دور) قوم ڪيئن ٺهي، شهر جو بنياد پوڻ، رياست ۽ مهين جو شهر- عنوانن تي مشتمل آهي. باب چوٿون (حڪومتي دور) سلطنت، قانون ۽ لوڪ سڀا جي عنوانن تي آڌارت آهي. باب پنجين (رهاڪو) جا عنوان آهن: اصل باشندا، دراوڙ ڪير هئا؟ ۽ ٻولي. باب ڇهون (دين ۽ مذهب) هيٺين عنوانن تي مشتمل آهي: دين جي حقيقت، مذهب ڇا آهي، سنڌ وارن جو دين، قرآن شريف ۾ مهين جو ذڪر، مهين جي اسٽوپا جي حقيقت، مهين وارو حوض ۽ پاڻيءَ جي عبادت، سنڌي ڌرم ۽ اُن جو ڦهلاءُ باب ستون (شهري رياستون): هن باب ۾ شهرن جي اڏاوت، مهين جي شهر جي آثارن، اڏاوت، رستن، گهٽين، کوهن، نالين وغيره جي بيان سان گڏ پئنچائت بينڪ، مهرن، هنرن، هنرمندن وغيره جو تفصيل ڏنو ويو آهي. ان کانسواءِ هڙاپا، مهرڳڙهه، چانهون جي دڙي، جهڪر جي دڙي، آمري، ڏجيءَ جي دڙي، لوٿل ۽ ڪالي بينگن بابت احوال آهي. باب اٺون (تجارت)، موسمي اقتصادي صورتحال، جهاز راني، ڪپڙي جي صنعت ۽ واپار تي مشتمل آهي. نائون باب (سنڌين جي لڏپلاڻ) سميري، اشوري يا اسور، مصري، ڪنعاني يا فونيقي عنوانن تي مشتمل آهي. باب ڏهون (سنڌ وارن جو ايجادون): باهه ٻارڻ جي هنر، ڀالي، ٽانون، هر، ابجد، مهرن، رنگ، سڪي، ڦيٿي، گهوڙي، ٻيڙي، وٽ ۽ ترازو، رانديڪن، شطرنج، ڏامر، موسيقي، ساز، سرن، ٻلن، زيورن جي ايجاد سان گڏ علم رياضي، ڪارائي، ڏاٽي، مس، اعشاري سرشتي، ڊسپوزل گلاس، ٽائلس، سرجري جي اوزارن ۽ انگن جي ايجاد تي مشتمل آهي. باب يارهون قديم سنڌ ۽ سائنس بابت مقالي تي مشتمل آهي، جنهن ۾ سنڌي سائنس شروعاتي دور کان سڪندر تائين، سنڌي هيئت، فزيشن ۽ سرجن، شرت، سڪندر ۽ سنڌي عالم، سنڌ ۽ يونان جي علم جي پيٽ، سنڌي سائنس عرب دور تائين، سڪندر کان پوءِ سنڌي علم، ارٿ شاستر، سنڌي سائنس ۽ خلافت عباسيہ، علم رياضي، علم هيئت، مسمريزم، پامسٽري ۽ نانگن جي علم تي مشتمل آهي.

ڊيمي سائيز جي 535 صفحن تي مشتمل پڪي جلد سان هي ڪتاب اياز ڀاڳت ريسرچ اڪيڊمي لاڙڪاڻي، مئي 2013ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 800 روپيا آهي.

**سنڌ جي جان** (ڊاڪٽر اي. ڪيو. ڪي خان) ڪتاب: مشهور تعليمي ماهر، فاضل انجنيئر ۽ سنڌ يونيورسٽي انجنيئرنگ ڪاليج جي اڳوڻي پرنسپال ۽ ان ڪاليج کي مهراڻ انجنيئرنگ يونيورسٽيءَ ۾ تبديل




ڪندڙ آدرشي اُستاد عبدالقدير خان افغان، المعروف ڊاڪٽر اي. ڪيو. خان جي سوانح ۽ خدمتن تي هي ڪتاب، نامياري مصور ۽ انجنيئر خضر حيات قاضيءَ ترتيب ڏنو آهي. خضر حيات قاضي، نوابشاهه ۾ قائم سڪندر آرٽ گئلري، جي پليٽ فارم تان هر سال سندس ورسي ملهائيندو رهيو آهي، جتي ڊاڪٽر افغان جا شاگرد، همصعر ۽ عقيدتمند مقالا پڙهندا رهيا آهن. ڊاڪٽر افغان جون حيدرآباد، ڪراچي ۽ ڄامشوري ۾ ٻه ورسيون ملهايو پئي ويون آهن. انهن ۾ پڙهيل پيپر، اخبارن ۾ شايع ٿيندڙ مضمون ۽ مختلف عالمن، اديبن، اُستادن کان مقالا لکرائي، ترتيب ڏئي خضر حيات قاضيءَ هي ڪتاب ترتيب ڏنو آهي. ڪتاب جو انتساب ڊاڪٽر افغان جي والد قادر داد خان افغان جي نالي ڪيو ويو آهي، جيڪو خود پنهنجي دور جو نامور تعليمي ماهر ۽ درسي ڪتابن جو ليکڪ هو.

هي ڪتاب ٽن ڀاڱن ۾ ورهيل آهي. پهرئين ڀاڱي 'سڄڻ سفر هليا' ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ڊاڪٽر سليمان شيخ، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي، آغا نور محمد پٺاڻ، علي احمد بروهي، سراج، پرواني ڀٽي، امر جليل، ڊاڪٽر حيدر سنڌي، پروفيسر اعجاز قريشي، مقصود گل، حميده قاضي، وحيده خضر قاضي ۽ ٻين جا مضمون ۽ مقالا شامل آهن. ڪتاب جي ڀاڱي ٻئي 'هيئنڙي سڄڻ ساري' جو ليکڪ خضر حيات قاضي آهي. هن حصي ۾ ڊاڪٽر افغان جي جيون ڪٿا ۽ خدمتن جو تفصيل ڏنو ويو آهي. ڀاڱو ٽيون، منظوم ڀيٽا تي مشتمل آهي، جنهن ۾ مقصود گل، قاضي منظر حيات، وسيم سومري، منور ابڙي، امين زرداري، پريتم قاضي ۽ ٻين جو ڊاڪٽر افغان کي منظوم خراج پيش ڪيو ويو آهي.

ڊيمي سائيز جي 248 صفحن ۽ پڪي جلد وارو هي ڪتاب، سڪرنڊ آرٽ گئلري، نوابشاهه 2013ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 300 روپيا آهي.

**سنڌ جي دربار** (ڪتاب): هي ڪتاب ڪڇ جي مختصر تاريخ، پڇ جي طبعي احوال سميت، جيمس برنس جي A Narrative of a visit to the court of sindh: A sketch of the History of Cutch جو سنڌي ترجمو آهي. هي اصل ڪتاب 1831ع ۾ انگلنڊ ۾ شايع ٿيو هو. هن ڪتاب جي سنڌي ترجمي جو ڪم محمد حنيف صديقيءَ سرانجام ڏنو آهي.




هن ڪتاب جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته جيمس برنس هي ڪتاب خاص انهيءَ مقصد سان لکيو هو ته پنهنجن بالا عملدارن (انگريز حاڪمن) کي سنڌ بابت معلومات ڏئي. سنڌ تنهن زماني ۾ اڃا انگريزن جي قبضي هيٺ نه آئي هئي. ان ڪري ان تي حملي ڪرڻ کان اڳ هنن کي سنڌ ملڪ بابت هر قسم جي معلومات مطلوب هئي، جيئن ته جيمس برنس کي پنهنجي بالا عملدارن جي خوشنودي درڪار هئي، ان ڪري سنڌ جي ٽالپر حاڪمن ڏانهن سندس رخ همدرديءَ وارو نه هو. ڪتاب جي فهرست هن ريت آهي: (1) سنڌ جي دربار: تمهيدي خط، سنڌ جي دربار جو احوال، سڪندر جي رستي تي تبصرو، (2) ڪڇ جي تاريخ: تمهيدي قيل مقالا، فصل -1: انگريزن جي اچڻ کان اڳ ڪڇ جي مختصر تاريخ جو تمهيدي احوال، فصل-2: انگريزن جي لاڳاپي جي شروعات کان وٺي 1816ع جي عهدنامي تائين، فصل -3: 1816ع جي عهدنامي کان وٺي 1819ع جي عهدنامي تائين، پڇاڙي، (3) پڇ جو احوال: بمبئيءَ جي طبعي محڪمي جي سيڪريٽريءَ ڏانهن خط، طبعي نقطہ نظر کان پڇ جو احوال.

ڊيمي سائيز جي 198 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ ڇاپيو آهي، ان جو پهريون ڇاپو 1964ع ۾، ٻيو ڇاپو 1971ع ۾، ۽ ٽيون ڇاپو 1976ع ۾ ڇپيو آهي، جنهن جي قيمت 6 روپيا آهي.

**سنڌ جي ڏاهپ کان سورنهن انٽرويو** (ڪتاب): هي ڪتاب همسفر گاڏهيءَ جو لکيل آهي. ليکڪ صحافت سان لاڳاپيل هجڻ ڪري سنڌ جي ناميارن ماڻهن جا انٽرويو ڪيا، انهن مان جن چونڊ ساڄهہ وندن جا انٽرويو هن ڪتاب ۾ شامل آهن. انهن ۾ سائين جي. ايم سيد، شيخ اياز، سوڀو گيانچنداڻي، سراج، علي احمد بروهي، اياز قادري، ڊاڪٽر درشهوار سيد، عبدالواحد آريسر، ڊاڪٽر نجم عباسي، شيخ عزيز، ظفر حسن، انيتا غلام علي، شمشيرالحيدري، ڊاڪٽر فهميده حسين،




بيگم شيرين فيروز ۽ عبدالقادر جوڻيجو شامل آهن. هي ڪتاب جولاءِ 2004ع تي ڇپيو. 354 صفحن تي ٻڌل هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سنڌ جي سوڍن راجپوتن جي اتهاس جي هڪ جهلڪ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب پروفيسر شيام داس جوشيءَ جو تحرير ڪيل آهي، جنهن ۾ سنڌ جي راجپوت سوڍن جي تاريخ بيان ڪئي آهي. هن ڪتاب ۾ اهو به ڄاڻايو آهي ته هن خاندان وارا اصل سنڌ جا برهمڻ آهن، جيڪي اصل نگر ٺٽي ۾ وينل هئا ۽ اهي سوڍن جا ڪُل گرو هئا. هي پشڪرڻا جاتيءَ جا ڇهوتيا جوشي برهمڻ ان وقت ٿرپارڪر جي علائقي ۾ لڏي آيا هئا، جڏهن سوڍا عمرڪوٽ جا حاڪم هئا. سوڍن جي هڪ راڻي هميرسنگهہ، پشڪرڻ برهمڻن جو قتلام ڪرايو هو، جنهن ڪانپوءِ پشڪرڻ برهمڻ، سوڍن سان واسطو ٽوڙي ڇڏيو.




هن ڪتاب ۾ شيامداس جوشيءَ اهو به ڄاڻايو آهي ته هن کي تازو ڪنهن سوڍي نوجوان وٽان ڪنهن چارڻ ڪويءَ جو ڪوتا ۾ لکيل ڪتاب 'سوڍاڻ' مليو آهي، جنهن ۾ سوڍن جي تاريخ بابت ڪي حقيقتون موجود هيون، جن جي بنياد تي هن سوڍن جي قديم تاريخ بابت هڪ مضمون تيار ڪيو ته جيئن سوڍا پنهنجي اصل حيثيت کان واقف ٿين ۽ پنهنجي اصلي ڪل گرو جاتيءَ جو قدر ڪن.

هي ڪتاب شيام سندر رليجس بوڪ ٽرسٽ، مٺيءَ پاران 2011ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو آهي. ڊيمي سائيز جي 40 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 80 روپيا آهي.

**سنڌ جي سياسي تاريخ** (ڪتاب): هي ڪتاب پروفيسر ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ جو لکيل آهي، جنهن ۾ سنڌ جي سياسي تاريخ (1843ع کان 1947ع تائين) بيان ڪئي وئي آهي. هي مسز ممتاز پٺاڻ جي پي. ايڇ. ڊي جي ٿيسز جو تحقيقي مقالو آهي. ڪتاب جو مختصر مهاڳ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي، جڏهن ته ڪتاب جو تفصيلي تجزيو ڊاڪٽر شمس سومري لکيو آهي. ڪتاب 9 بابن ۾ ورهايل آهي، پهرئين باب ۾ سنڌ جو تاريخي پسمنظر، بيهڪ، سياسي تاريخ، سنڌ ۾ انگريزن جي آمد، ڪلهوڙن جي دور ۾ انگريزن جا سنڌ سان تعلقات، سنڌ ۾ ٽالپر دور، نيپيئر جي سنڌ ۾ آمد، مياڻي ۽ دٻي جون جنگيون، ميرن جي دور ۾ سنڌ جي اقتصادي حالت، صنعت، تجارت، تعليمي ۽ فوجي



حالت بيان ڪئي وئي آهي. ٻئي باب ۾ سنڌ جو بمبئيءَ سان لاڳاپو ڏيکاريو ويو آهي. ٽئين باب ۾ 1857ع جي جنگ آزاديءَ ۽ ان جو سنڌ تي اثر ڏيکاريو ويو آهي. چوٿين باب ۾ سنڌ جي سياسي پارٽين، سنڌ سڀا، سنڌ محمدن ائسوسيئيشن، سنڌ هندو سڀا، سيتاگرهه سڀا، سنڌ آزاد پارٽي، سنڌ مسلم ليگ، آل انڊيا نيشنل ڪانگريس، سوديشي تحريڪ، سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ جي مخالفت، سنڌ جميعة العلماء، سنڌ خاڪسار تحريڪ، سنڌ پيپلز پارٽي، سنڌ اتحاد پارٽي، سنڌ مسلم پوليٽڪل پارٽي ۽ سنڌ مسلم جماعت جو بيان آهي. باب پنجين ۾ حر تحريڪ (پهرين ۽ ٻي حر تحريڪ) پير پاڳارن جي خاندان، پير پاڳارن جي جدوجهد ۽ ساڻن انگريزن جي روين، حر تحريڪ ۾ عورتن جي ڪردار، حرن تي سرڪاري سختين، مارشل لا پير صبغت الله جي شهادت جو تفصيل ڏنل آهي. باب ڇهين ۾ ريشمي رومال تحريڪ، ديوبند ۽ مولانا عبيدالله سنڌي ۽ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي جدوجهد جو بيان آهي. باب ستين ۾ خلافت ڪاميٽي جي قيام، سنڌ ۾ خلافت تحريڪ، تحريڪ عدم تعاون، هجرت تحريڪ، امن سڀا ۽ خلافت جي خاتمي تائين جو تفصيل ڏنو ويو آهي. باب اٺين ۾ سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگي ۽ ان جي اثرن، جدوجهد رئيس غلام محمد ڀرڳڙي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، خلافت ڪاميٽي، آل انڊيا مسلم ليگ، آل انڊيا نيشنل ڪانگريس کان وٺي سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ تائين جو ذڪر موجود آهي. نائين باب ۾ مسلم ليگ جي تاريخ کان وٺي سنڌ اسيمبلي ۾ پاڪستان جي ٺهراءَ تائين جي تاريخ بيان ڪئي وئي آهي.

ڊيمي سائيز جي 804 صفحن واري پڪي جلد سان هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي ۽ سوجهرو پبليڪيشن ڪراچيءَ نومبر 2003ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**سنڌ جي سياسي جدوجهد** (1843-1936ع) (ڪتاب): هي ڪتاب ڊاڪٽر محمد لائق زرداريءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ 1843ع کان 1936ع تائين جي سنڌ جي سياسي تاريخ بيان ڪئي وئي آهي. ڪتاب پنجن بابن ۽ ٽن ضميمن ۾ ورهايل آهي. پهرئين باب ۾ سنڌ جي تاريخي پس منظر کان پوءِ سنڌ ۾ انگريزن جي آمد، حيدرآباد، ميرپورخاص ۽ خيرپور جي ميرن، انگريزن جي سنڌ تي قبضي ۽ ميرن جي نظام حڪومت تي بحث ڪيو ويو آهي. ٻئي باب ۾ 1857ع جي جنگ آزادي ۽ سنڌ، انقلاب جي سببن، هندستان ۾ پهرين مارشلا ۽ جنگ آزاديءَ جي ناڪاميءَ جا سبب بيان ڪيا ويا آهن. باب ٽئين ۾ ٻي انقلابي جدوجهد ۽ سنڌ، انقلاب جو منصوبو، عارضي حڪومت جو نقشو بيروني ملڪن ۾ منصوبہ بندي، مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي ڪابل، ماسڪو، استنبول،




مڪ معظم جي دورن ۽ سنڌ واپسيءَ تائين جا موضوع بحث هيٺ آندا ويا آهن. باب چوٿين ۾ خلافت تحريڪ، الوحيد اخبار جي اجراء، بمبئي خلافت ڪانفرنس، عدم تعاون تحريڪ، جميعت العلماء سنڌ، هجرت تحريڪ ۽ خلافت جو خاتمو بيان ڪيو ويو آهي. پنجين باب ۾ سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ جي تحريڪ جو پسمنظر، لنڊن گول ميز ڪانفرنس، مختلف ڪميٽين، سنڌ آزاد ڪانفرنس ۽ ٻه ڪاميٽيءَ جي رپورٽ ۽ سنڌ صوبي جو اعلان جا موضوع شامل آهن.

هي ڪتاب سنگم پبليڪيشن حيدرآباد، 1983ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڊيمي سائيز جي 267 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 50 رپيا، جڏهن ته لائبريري ايڊيشن ۽ عام ايڊيشن جي قيمت 30 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سنڌ جي طبي تاريخ** (ڪتاب): سنڌ جي طبي تاريخ ۽ سنڌ جي تاريخ تي لکيل هِي هڪ شاهڪار ڪتاب آهي، جنهن کي حڪيم نياز حسن همايوني 'سنڌ جي طبي تاريخ' جي عنوان سان تحرير ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي اوائلي تهذيب ۽ تمدن سان گڏوگڏ سنڌ جي اوائلي طب جي شروعات ۽ مختلف تاريخي دوران ۽ انهن دؤرن ۾ علم طب جي ظهور بابت هڪ تاريخي ماخذ آهي. هي ڪتاب ڊيمي سائيز ۾ ٻن جلدن ۽ جملي 12 بابن تي مشتمل، سنڌ سائنس سوسائٽيءَ پاران 1976ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. جلد پهرئين جي قيمت 20 روپيا ۽ جلد ٻئي جي قيمت 15 روپيا آهي. اهي ٻئي جلد 761 صفحن تي مشتمل آهن. هن ڪتاب جو انتساب حڪيم نياز همايونيءَ، قديم سنڌ جي عظيم ويد 'واگهہ ڀٽ' جي نالي ڪيو آهي، جنهن سشرت ۽ چرڪ ڪانپوءِ 'آير ويدڪ طب' کي نئين سر جيئاري انسانذات جي خدمتن عيوض پاڻ کي پنهنجي مادر وطن جيان سدا حيات بڻائي ڇڏيو هن جي منڍ ۾ 'پيغام' ڊاڪٽر علي محمد انصاريءَ لکيو آهي، جيڪو ان وقت سيڪريٽري وزارت سنڌ هو. ڪتاب جا 'ٻه اکر' ڊاڪٽر ايس. ايم. قريشيءَ جا لکيل آهن. جيڪو اُن وقت سنڌ يونيورسٽي انجنيئرنگ ڪئمپس جو پرو وائيس چانسلر هو ۽ سنڌ سائنس سوسائٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري پڻ هو. هن ڪتاب جو 'مهاڳ' نياز همايونيءَ پاڻ لکيو آهي.







**سنڌ جي فاطمه** (ڪتاب): هي ڪتاب قومپرست اڳواڻ ۽ سماجي ڪارڪن چاچا محمد علي لغاريءَ جو لکيل آهي، جيڪو سندس گهر واريءَ قومي ڪارڪن ۽ سماج سڌارڪ عورت غلام فاطمه لغاريءَ جي

سوانح عمريءَ ۽ ان بابت سياسي، سماجي ۽ ادبي حلقن پاران لکيل تاثراتن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو انتساب ليکڪ پنهنجي ڀاڄائي ۽ سماج سڌارڪ عورت ميرزادي لغاريءَ ڏي ڪيو آهي. ڪتاب ۾ 'پيش لفظ' سفرنامن جي مشهور ليکڪ الطاف شيخ لکيو آهي ۽ 'سنڌ جي فاطمه واشنگٽن ۾' عنوان سان مهاڳ ليکڪ پاڻ لکيو آهي. ڪتاب ۾ غلام فاطمه جي ننڍپڻ کان وٺي آخري عمر تائين جي حالتن، مهمان نوازي، جاگيردار معاشري سان ٽڪراءُ، سياست ۾ پير پائڻ، سياسي جدوجهد ۽ قومي خدمتن تي روشني وڌي وئي آهي. ان کان سواءِ غلام فاطمه بابت قومپرست اڳواڻ آصف بالادي، ڊاڪٽر امان الله پنهور، ڊاڪٽر اسماعيل ميمڻ ۽ سندس پٽ منور لغاريءَ جا تاثرات پڻ شامل آهن.




پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 215 صفحا آهن ۽ 100 روپيا قيمت ڄاڻايل آهي. هي ڪتاب دي سنڌ اڪيڊمي، حيدرآباد پاران 2010ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**سنڌ جي فتح** (ڀاڱو پهريون ۽ ٻيو: ڪتاب): 'سنڌ جي فتح' (Conquest of Scinde) جي نالي سان هي ڪتاب، اصل انگريزيءَ ۾، چارلس نيپيئر جي ڀاءُ ميجر جنرل ڊبليو. ايف. پي نيپيئر (عرف عام وليم نيپيئر) لکيو آهي. جنهن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو سومار علي سومري ڪيو آهي. ڪتاب ٻن ڀاڱن تي مشتمل آهي. وليم نيپيئر هيءَ ڪتاب، چارلس نيپيئر جي سنڌ ملڪ تي قبضي ڪرڻ واري بيحد ظالماڻي قدم خلاف خود انگلنڊ ۾ اُٿندڙ آواز جي خلاف لکيو هو. هن نيپيئر کي "رحمدل، ظلم ۽ خود غرضيءَ واري زيادتيءَ کان نفرت ڪندڙ انسان" ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ ايئن ڪندي هن انگريزن جي 'مهذب' قوم کي ٻين 'وحشي' ۽ 'اڻ سڌريل' قومن کي 'انسان' بڻائڻ جو ٺيڪيدار ثابت ڪرڻ جي هينئن لفظن ۾ ڪوشش ڪئي آهي:







"سنڌ جي فتح هڪ منصفانه جنگ جي نتيجي ۾ حاصل ڪئي وئي جيڪا انسانذات لاءِ انتهائي مفيد ۽ هندستان انگريزن جي لوڏي ۾ آيل فوجي شهرت جي بحاليءَ لاءِ فائديمند هئي."

ان ڪري وليم نيپيئر ڪتاب جو نالو ئي رکيو هو: "سنڌ جي فتح ۽ ميجر جنرل سر چارلس جيمس نيپيئر جي زندگيءَ بابت ڪجهه تعارفي اقتباس، برطانوي عوام جي نالي منسوب ڪيل."




هن ڪتاب جو پهريون ڀاڱو ڇهن بابن تي مشتمل آهي، جنهن جا سنڌي ادبي بورڊ مارچ 1993ع ۽ 2007ع ۾ ٻه ڇاپا ڇپائي پڌرا ڪيا آهن. ٻئي ڇاپي جي قيمت 120 روپيا آهي. ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي جا ٻه ڇاپا 1994ع ۽ 2007ع ۾ ڇپجي پڌرا ٿيا آهن ۽ ٻئي ڀاڱي جي قيمت 160 روپيا آهي.

وليم نيپيئر، 'سنڌ جي فتح'، ٻئي ڀاڱي جي ابتدا ۾ لکي ٿو ته، "'سنڌ جي فتح' (ڪتاب) جي ٻئي حصي سان سموريون فوجي ۽ سياسي نوعيت جون ڪارروايون مڪمل ٿين ٿيون. مصنف جو خيال هو ته هن سلسلي جو ٽيون يا انتظامي ڀاڱو به شايع ڪيو وڃي، پر اها رٿا ترڪ ڪئي وئي آهي، ڇاڪاڻ ته سر چارلس نيپيئر جي سنڌ ۾ حڪومت اڃا هلي رهي آهي ۽ جيئن ته اها گڏيل سڌيل نوعيت جي آهي، ان ڪري انهي موضوع تي هڪ جدا مڪمل جلد لکيو ويندو." (مئي 1845ع: ڊبليو نيپيئر).




سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري اعجاز احمد منگي، ٻئي ڀاڱي جي ٻئي ڇاپي (2007ع) ۾ لکي ٿو ته 'سنڌ جي فتح' (ٻيو ڀاڱو) ان حساب سان تمام اهم ڪتاب آهي ۽ تاريخ سان دلچسپي رکندڙن لاءِ تمام لاڀائتو آهي ته سنڌ جي تاريخ تي لکيل هي ڪتاب، سنڌي ماڻهن جي حب الوطني، اورچائيءَ سان گڏ سنڌين جي سادگي، سنڌين جون رسمون ۽ رواج، مطلب ته سنڌ جي جاگرافيائي ۽ سماجي صورتحال جو جائزو پيش ڪري ٿو.

ٻيو ڀاڱو ائن بابن ۽ 9 ضميمن تي مشتمل آهي. ڪتاب جو پهريون ڀاڱو ڊيمي سائيز جي 240 ۽ ٻيو ڀاڱو 412 صفحن تي مشتمل آهي.

**سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي آثار قديمه جي ماهر سيد حاڪم علي شاهه بخاري ۽ ناميارِي محقق محمد عثمان ميمڻ جي، سنڌ جي ڪوٽن، قلعن ۽ قديم آثارن تي گڏيل تحقيق تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ ۾ موجود تاريخي ماڳن، قلعن، ڪوٽن، مزارن، درگاهن، دڙن، آڳاٽين مسجدن، بنگلن، محلن ۽ بندرگاهن جو الف- ب ترتيب سان مختصر توڙي تفصيلي مواد شامل ڪيو ويو آهي. ڪتاب ۾ تاريخي ماڳن ۽ قديم

آثارن جي جاءِ وقوع، مجموعي ماپ سان، تاريخي اهميت ۽ حيثيت سان گڏ بيان ڪئي وئي آهي. ڪتاب جو مهاڳ ڪتاب جي محققن، سيد حاڪم علي شاهه بخاري ۽ محمد عثمان لکيو آهي، جڏهن ته ڪتاب جو انتساب سنڌ جي پهرئين وڏي ۽ گهڻي ڪم ڪندڙ قديم آثارن جي ماهر نيني گوپال مجمدار N.G Majumdar جي نالي ڪيو ويو آهي.

پڪي جلد، ڊبل ڪرائون سائيز ۽ خاڪي رنگ جي ٽائيٽل سان هيءَ ڊائريڪٽري، 312 صفحن تي مشتمل آهي. سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ طرفان 2008ع ۾ ڇپايل. هن ڊائريڪٽريءَ جي قيمت 300 روپيا آهي.

**سنڌ جي مڇي** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي نامور عالم، اديب ۽ محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو لکيل آهي. جيڪو سنڌ جي درياهن ۾ ملندڙ مڇيءَ متعلق تفصيلي ڄاڻ ڏيندڙ آهي. ليکڪ مڇي جي مختلف قسمن جو سنڌي ٻولي ۽ لغات جي روشنيءَ ۾ مطالعو ڪري، مڇي جي جنسن، انهن ۾ پيدا ٿيندڙ بيمارين، عادتن، واڌ ويجهه، ٻچن جي سنڀال، قدامت، شڪل ۽ انهن جي شڪار متعلق تفصيلي ڄاڻ ڏني آهي. ڪتاب ۾ مڇيءَ جي مختلف جنسن جون تصويرون پڻ شامل ڪيون ويون آهن. ڊيمي سائيز ڪچي جلد سان 100 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 35 روپيا ڄاڻايل آهي. هي ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد پاران 1993ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.




**سنڌ جي مختصر تاريخ** (ڪتاب): هيءَ سنڌ جي مختصر تاريخ، سبقن جي صورت ۾ ننڍن درجن ۾ پڙهائڻ لاءِ سنڌي ٻوليءَ جي نامور ليکڪ شمس العلماء مرزا قليچ بيگ سال 1916ع ۾ لکي هئي. هي ڪتاب 38 سبقن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ سنڌ جي تاريخ جو آڳاٽي دور کان وٺي انگريزن جي حڪومت تائين جو بيان مختصر انداز ۾ ڪيو ويو آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1920ع ۾ اسٽئنڊرڊ پرنٽنگ ورڪس حيدرآباد سنڌ مان مرزا قليچ بيگ ڇپائي پڌرو ڪيو هو. ڪرائون سائيز جي 98 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت اٺ پايون آهي.



**سنڌ جيئن مون ڏٺي** (ڪتاب): سنڌ جي قومن (قبيلن)، شهرن، تمدن، معيشيت ۽ ريتن رسمن بابت 1843ع ۾ ٽي پوسٽنس جي لنڊن مان شايع ٿيل انگريزي ڪتاب (Personal Observations on Sindh) جو هي سنڌي ترجمو نامور مترجم عطا محمد ڀنڀري ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ پوسٽنس پنهنجي مطالعي ۾ آيل ڄاڻ جي بنياد تي سنڌ جو تعارف ڪرايو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي تمدن ۽ معيشيت جي تذڪري کان وٺي هتان جي طور طريقن ۽ ريتن رسمن کي نهايت اهميت سان بيان ڪيو ويو آهي. اهڙي طرح هن قديم دور کان وٺي ڪلهوڙن تائين ۽ ٽالپرن کان وٺي انگريزن جي قبضي تائين سنڌ جي تاريخ کي تذڪري واري انداز ۾ اجمالي طور بيان ڪيو آهي.




ڪتاب جا جملي 18 باب آهن، جن جا عنوان ترتيبوار هن ريت آهن: (1) سنڌ جو جاگرافيائي حال احوال، (2) سنڌ جي مختلف علائقن ۽ شهرن جي حالت، (3) سنڌ ۾ رهندڙ مختلف قومون (قبيلا)، (4) سنڌ ۾ رهندڙ قومن جا پاڻ ۾ تعلقات ۽ ريتون رسمون، (5) سنڌ جا پيداواري وسيلا، (6) تمدني ۽ ثقافتي زندگيءَ جا عام مظاهر، (7) سنڌو درياهه، سنڌ جي جيوت جو سرچشمو، (8) سنڌو درياهه ذريعي سفر ۽ سنڌ جا بندر، (9) سنڌ جي تاريخ جا مختلف دور، (10) ڪلهوڙا حڪمرانن جو احوال، (11) اقتدار لاءِ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي ڇڪتاڻ، (12) سنڌ ۾ ٽالپرن جو راڄ، (13) ٽالپرن جي دور ۾ حڪومت جو نظام، (14) ميرن جي دور ۾ سنڌ جو واپار ۽ اقتصادي حالتون، (15) ڪلهوڙن جي دور کان انگريزن جي سنڌ ۾ اک، (16) انگريزن پاران سنڌ تي قبضي جي تياري، (17) سنڌ جو اقتدار ميرن کان انگريزن جي طرف منتقل ٿيڻ ۽ (18) سنڌ ۾ انگريزن جا مفاد ۽ انگريز- سنڌ تعلقات.

ڊيمي سائيز جي 285 صفحن ۽ پڪي جلد وارو هي ڪتاب، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 300 روپيا آهي.

**سنڌ ڏکويل ماٿري** (ڪتاب): هي ڪتاب رچرڊ برٽن جي ڪتاب (Scinde or the Unhappy Valley) جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو نامور مترجم عطا محمد ڀنڀري ڪيو آهي. رچرڊ برٽن جو هي ڪتاب پهريون ڀيرو انگريزيءَ ۾ 1851ع ۾ ڇپجي مارڪيٽ ۾ آيو هو. مترجم ڄاڻايو آهي ته هن ڪتاب جي انگريزي قديم آهي، ڪيترا لفظ هسٽاريڪل آڪسفورڊ ڊڪشنريءَ ۾ به موجود ڪو نه آهن، ان ڪري ڪٿي ڪٿي، ان خدشي کان ته متان ترجمو غلط ٿي وڃي، ڪي جملا حذف ڪيا ويا آهن. ڪتاب ٻن ڀاڱن تي مشتمل آهي: پهرئين ڀاڱي ۾ چوڏهن (باب) ڏنا ويا آهن. باب پهرئين: شِپ آف بيل آڳبوٽ وسيلي

سنڌ جو سفر بيان ڪيو ويو آهي. ان سفر دوران چاندوڪي ۽ شمسي نظام، ڪنيات ۽ ڊيئو قلعي، ڊوارڪا، ڪڇ جي نار، منهوڙي، سنڌ: نئين مصر ۽ ڪراچيءَ تي قبضي ۽ منهوڙي ۾ رهندڙ فوجين جو ذڪر شامل آهي.




ٻاب ٻئي جو عنوان 'ڪراچيءَ تي نهار آهي' جنهن ۾ ڪراچي بندر ۽ ترقي، ڪراچيءَ جا موتي ۽ سپيون، شهر جي حالت، مليرندي، رام باغ، اوپر جي راتين ۽ ڏينهن ڪانسواءِ ڪراچيءَ جي ترقيءَ لاءِ گذارشون شامل آهن. باب ٽئين ۾ ڪراچيءَ جي فوجي ڪئمپ ۽ ان جو ماحول ڏنو ويو آهي ۽ فري مئسن لاج، ڪلفٽن ۽ منگهي پير جو ذڪر به شامل آهي. باب چوٿين ۾: 'سنڌ جي سُوڪڙي ۽ ڏوڙ جو دوقان' عنوان هيٺ ڪراچيءَ جي موسم، گُرزي ۽ گهاري ڏانهن سفر، برطانوي فوجيءَ جو قاتل ۽ مارشل لا وغيره جو ذڪر ڏنو ويو آهي. باب پنجين ۾: 'وٺاجيءَ جي مسجد ۽ مشرقي لڪتون' تفصيل ۾ ڀنيور جي ڏندڪٿا، سسئي پنهونءَ جو قصو، گهارو ۽ ساموندي ڪاري، اُٺ جي سواري، اُنن جو ڪارج ۽ جٽ، گجي جو ڳوٺ، موت جي سُوري ۽ ڏاڙيل جا پيٽي عنوان شامل ڪيا ويا آهن. باب ڇهين ۾: ٺٽي ننگر ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڪوٺي، ڪليان ڪوٽ، انگريزي فوجي ڇانوڻيءَ ۾ وچڙندڙ بيماري، مڪليءَ جي قبرستان ۽ عيدگاهه، ولين ۽ بزرگن جي ڪرامتن، دُرگا ۽ پاروتي ديويءَ جي مندر جو ذڪر آهي. باب ستين جي عنوانن ۾: 'قديم دور ۾ ٺٽي جي فتح'، باب اٺين ۾ 'پرهه ڦٽي ۽ ونڊ سر محل' ڪانسواءِ ڏياري، شيخ رائڏن جي جهنگ، اوٺ، سنڌي پاڳين، شيخ رائڏن جي مقبري، گهرن جي اڏاوت ۽ ٻين موضوعن جو ذڪر ڪيل آهي. باب نائين جي عنوانن ۾: سوڪڙيون ۽ منڊي، پڪين جو شڪار ۽ شادين جو شوق، گلا ۽ پلاند، شراب ۽ ٽپهريءَ جي دعوت ۽ ساموئين جون اڳڪٿيون شامل آهن. باب ڏهين ۾ سونڊا، جهرڪ، شگارگاهه، افغان عورتون، سڪندر ۽ سنڌوءَ جي پوڄا، جهرڪ جي فوجي ڇانوڻي، انگريز ۽ سنڌي عورتون، هنومان جي مورتي، آغا خان جهرڪ ۾، آغا خان جي درٻار وغيره جو ذڪر آهي. باب يارهين جو عنوان آهي 'مشرقي تاريخ جا مونجهارا ۽ سنڌوءَ جو وهڪرو'، هن باب هيٺ پوڪي راهي، ڪوٽڙيءَ جي نظاري، سافر بنگلي، خندق واري ڇانوڻيءَ تي حملي، حيدرآباد، سيوهڻ، قلندر جي درگاهه، سنڌ جي هندن ۽ مسلمانن جو ذڪر آهي. باب ٻارهين ۾ سنڌ جي هندن، عامل هندن، هندو عورت، مشرقي عورت جي اولاد لاءِ پيار ڪي بيان ڪيو ويو آهي. باب تيرهين ۾ سنڌي ماڻهن جي جسماني بيهڪ، ذهني سوچ، زراعت، آبپاشي، وياج خورن، هارين، ڪوهستاني ۽ تري ماڻهن، ڪاڏي پيتي، نشيدار شين، سنڌين جي قوت ارادي ۽ برداشت وغيره جو ذڪر آهي. باب چوڏهين ۾ سنڌي عورت جي جسماني سونهن، برقعي جي رواج، عورتن جي پوشاڪ، هار سينگار، تعليم، مڱڻي ۽ شادي جي رسم، ٻار ڄمڻ، طلاق، ڇڱن شادين جي رواج وغيره جو ذڪر آهي.

ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ 15 باب آهن. باب پهرئين ۾ مشرقي ڪوڙ ڪپٽ، ٺڳي، چالاڪي ۽ ايمانداري، مشرقي ۽ يورپي ڪوڙن ماڻهن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. باب ٻئي ۾ حيدرآباد کان اڳتي وڃڻ جون تياريون بيان ڪيون ويون آهن. باب ٽئين ۾ مياڻيءَ جي جنگي ميدان جون يادگيريون بيان ڪيون ويون آهن. باب چوٿين ۾ ڦليليءَ ذريعي سڏيرڻ جي دڙي، ميرن جي شڪارگاهن ۽ شڪار جي ٻين طريقن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. باب پنجين ۾ ڳوٺ مير ابراهيم خان ٽالپر ڏانهن روانگي، مير ابراهيم جي شڪار گاهه، سنڌي پورهيت، هاري ۽ واڻيي واپاريءَ جو ذڪر آهي. باب ڇهين مير ابراهيم ٽالپر سان ملاقات، مير جي محل، ڏيک ويک، مير ۽ مياڻيءَ جي جنگ جون يادگيريون ۽ سنڌ جي پرندن ۽ چرندن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. باب ستين ۾ ساموئين (ٻي سر درويشن جون اڳڪٿيون)، ڪينجهر ۽ نوري ڄام تماچي، سنڌ جي پٽن ۽ پانن وغيره جو ذڪر آهي. باب اٺين ۾ ٻهر بند، بلوچن جي راڳ جي طريقي، سنڌ ۾ رهندڙ بلوچن جي نسل، گهوڙن وغيره جو ذڪر آهي. باب نائين ۾ لڪي، سيوهڻ، سڪندر جي فوجي ڪئمپ، ڏند ڪٿائن، لڪيءَ کان سيوهڻ جي سفر ۽ قلندر جي نگريءَ جو ذڪر آهي. باب ڏهين ۾ سنڌ جي هندن ۽ سندن گهٽن ٻارن ڄڻڻ واري صلاحيت بيان ڪئي وئي آهي. باب يارهين ۾ منڇر ڍنڍ، مهاڻن، منڇر جي موسم، لاڙڪاڻي ساهه سيباڻي، ناچ جي راڳ جي محفل ۽ لاڙڪاڻي جي ناچن جو تذڪرو آهي. باب ٻارهين ۾ سکر، بکر ۽ روهڙيءَ جا نظارا، سکن جي چتاءَ ۽ جنگ جي سرگرمين جو ذڪر آهي. باب تيرهين ۾ شڪارپور، ان جي ماڻهن، هندو واپارين، افغانن ۽ شڪارپور- وچ ايشيا جي مارڪيٽ جو ذڪر آهي. باب چوڏهين ۾ اتر سنڌ جي اڙدن ماڻهن ۽ سکر ڏانهن واپسيءَ جو ذڪر آهي. جنهن ۾ سنڌوءَ رستي سفر، سنڌ ۾ پلي جي شڪار، پلي جي سواد، سنڌو درياهه ۾ مڇيءَ جي قسمن سان گڏ واپس ٺٽي پهچڻ جو ذڪر آهي.

ڊيمي سائيز جي پڪي جلد سان 433 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب کي روشني پبليڪيشن ڪنڊياري ڇپايو آهي. 2006ع ۾ ڇپيل هن ڪتاب جي قيمت 240 روپيا آهي.

**سنڌ راڻي**: سنڌ جي تاريخ ۾ سنڌ راڻيءَ جي خطاب سان ٻه عورتون مشهور آهن. سڀ کان پهرين 'سنڌ راڻيءَ' جو خطاب مِيان غلام شاهه ڪلهوڙي، ڪڇ فتح ڪرڻ کانپوءِ راءِ لاکي جي سؤٽ جي ڌيءَ سان شادي ڪري، اُن کي ڏنو هو.

سنڌ جي تاريخ ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته ميان غلام شاهه ڪلهوڙي کي ڪڇ جي حاڪم راءِ لاکي صلح جو پيغام موڪليو. صلح کانپوءِ راءِ لاکي پنهنجي پيءُ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي کي ڏيڻ جو واعدو ڪيو. پر اڳتي هلي راءِ لاکي پنهنجي ڌيءَ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي نڪاح ۾ ڏني،

اها راءِ محقق پوسٽنز جي آهي. باقي سمورا محقق ۽ تاريخدان انهيءَ ڳالهه تي متفق آهن ته صلح کان پوءِ راءِ لاڪي پنهنجي ڌيءَ، ميان غلام شاهه ڪلهوڙي کي ڏيڻ جو واعدو ڪيو هو. پر اڳتي هلي هن پنهنجي سؤٽ جي ڌيءَ سندس نڪاح ۾ ڏني. تاريخ مان ڄاڻ پوي ٿي ته اها شادي وڏي شان شوڪت سان ٿي هئي. شاديءَ کان پوءِ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي پنهنجي گهرواريءَ کي 'سنڌ راڻيءَ' جي خطاب ڏيڻ جو فرمان جاري ڪيو. هي واقعو 28 شعبان 1177 هه/ 2 مارچ 1764ع ۾ ٿيو.

ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي فرزند ميان سرفراز خان ڪلهوڙي هن شاديءَ بابت فارسيءَ ۾ هڪ طويل قطع تاريخ چئي آهي، جنهن جو آخري شعر هن ريت آهي:

لاجرم گشت سال تاريخش،
"به بود این قران شمس و قمر"
1177 هه

ميان غلام شاهه ڪلهوڙي کانپوءِ 'سنڌ راڻيءَ' جو هيءُ خطاب 'سونيتيءَ' کي مليو هو (تفصيل لاءِ ڏسو: سونيتي).

**سنڌ: رگ ويد کان شيخ اياز تائين** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميارِي ليکڪ ۽ ايڊووڪيٽ رام امرلعل پنجواڻيءَ ۽ ساوتري ڪوٽو مل منسڪاڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ تاريخي ۽ تحقيقي مضمون شامل آهن، جهڙوڪ: (1) شينهن ندي، (2) رگ ويد ۽ سنڌو ندي، (3) سنڌو ماتريءَ جي سيتا، (4) سنڌو ماتريءَ جي سيتا ۽ سماجي سرشتو، (5) رگ ويد ۽ آمريڪن ڪورٽ، (6) موهن جي دڙي جا رهاڪو ۽ سندن کاڌ خوراڪ، (7) سنڌو ماتريءَ جي ٻولي ۽ لپي، (8) ڏاهر ۽ سڪندر، (9) ديبل: سنڌ جو شان، (10) صوفي شهيد سرمد، (11) سرچارلس نيپيئر ۽ سنڌ، (12) سنڌ ۽ 1857ع جي آزاديءَ جي لڙائي، (13) شيخ اياز، (14) ڀارت ۽ پاڪستان جي هڪ پل: شيخ اياز، (15) شيخ اياز جا رام پنجواڻيءَ ڏي لکيل خط وغيره.




ڊيمي سائيز جي 136 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، وجيه پنجواڻي، نئين دهليءَ مان سيپٽمبر 1998ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ ان جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سنڌ ريسرچ لائبريري ڏهرڪي:** سنڌ ريسرچ لائبريري، ضلعي گهوٽڪيءَ جي ڏهرڪي شهر ويجهو ڳوٺ غلام علي ڏهر ۾ پروفيسر محمد پنهل ڏهر 1984ع ۾ قائم ڪئي. محمد پنهل ڏهر شروع ۾ 'شاهه عبداللطيف' جي نالي سان لائبرري قائم ڪئي، جيڪا بعد ۾ عام ماڻهن ۾ سڃاڻپ پيدا ڪرڻ لاءِ 'سنڌ ريسرچ لائبريريءَ' جي نالي جديد ادب جي ڪتابن سان سينگاريائين. سندس لائبريريءَ ۾ ڪيترائي پراڻا ڪتاب ۽ ناياب نسخا پڻ موجود آهن.

1984ع ۾ لائبريريءَ جو بنياد وجهڻ کان وٺي اڄ تائين لائبريريءَ ۾ ڪتابن جو تعداد وڌندو رهيو آهي. هن وقت 6000 هزار کن ناياب ڪتاب هن لائبريريءَ ۾ موجود آهن. ان کانسواءِ اخبارن ۽ رسالن جو پڻ وڏو ذخيرو موجود آهي.

لائبريريءَ ۾ پيل قلمي نسخن جو تعداد ٻه سؤ کن آهي، جن مان 50 فوٽو اسٽيٽ ۽ ڏيڍ سؤ هٿ اکر لکيل آهن. انهن قلمي نسخن ۾ نامور عالمن مخدوم محمد حيات عادلپوري، مولانا بهاءالدين بهائي، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۽ مخدوم محمد معين ٺٽويءَ جا ناياب قلمي نسخا پڻ شامل آهن.

هن لائبريريءَ ۾ سنڌي، اردو، عربي، فارسي، براهوي، پنجابي، سرائڪي ۽ انگريزي ڪتاب موجود آهن، جيڪي اڪثر تاريخي ۽ تحقيقي آهن، جڏهن ته مذهب، شاعري، سائنس ۽ لسانيات جي موضوع تي پڻ ڪتاب شامل آهن.

**سنڌڙيءَ جو شهباز قلندر** (ڪتاب): هي ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ پاران قلندر لعل شهباز جي 2011ع ۾ ملهايل عرس جي موقعي تي شايع ڪيو ويو آهي، جنهن جو مرتب آزاد انور ڪانڌڙو آهي. هن ڪتاب ۾ علامه غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ، رئيس ضياء الدين 'بلبل'، گل محمد عمراڻي، عبدالخالق 'راز' سومرو، ڊاڪٽر نجم نور قلپوٽو، تاج صحرائي، غلام محمد گرامي، ڊاڪٽر مخمور بخاري، نور محمد شاهه، غلام مصطفيٰ دادوي، محمد علي دائودپوٽي، ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، انيس انصاري، ڪريم بخش خالد ۽ مرزا ڪاظم رضا بيگ جا تاريخي سنڌي مقالا ڏنا ويا آهن.




ڪتاب جي اردو حصي ۾ ڊاڪٽر محمد صديق خان قادري ۽ پروفيسر محمد حنيف اظهر جا مقالا شامل آهن.

ڊيمي سائيز جي پڪي جلد ۽ 199 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب ثقافت کاتي حڪومت سنڌ، جون 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ان جي قيمت 200 روپيا آهي.

**سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو:** سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتيديري شهر توڙي تعلقي جو واحد اشاعتي ادارو آهي، جنهن پاران ماضي کان وٺي حال تائين وقت بوقت معياري ادبي ڪتاب ڇپجندا رهن ٿا. هن اداري جو قيام 1981ع ڌاري عمل ۾ آيو ۽ هيل تائين هن اداري پاران ڏهه ڪتاب ڇپجي چڪا آهن.

هن ڪتابي سلسلي جو بنيادي مقصد پڙهندڙن تائين سستي

اگهه ۾ سهڻا ۽ معياري ڪتاب مهيا ڪرڻ آهي.

رتيديري شهر ۾ گذريل 32 سالن کان ڪم ڪندڙ هن ڪتابي سلسلي جو بنياد سنڌ جي ناليواري شاعر ۽ استاد قاضي عبدالحئي قائل 1981ع ۾ وڌو. جنهن جي ايڊيٽوريل بورڊ ۾ قاضي عبدالحئي قائل، سرڪش سنڌي، مقصود گل، مختيار گهمرو، فتاح هاليپوٽو، قاضي اختر حيات ۽ قاضي منظر حيات شامل هئا. هن اداري جا مختلف وقتن تي چيئرمئن سرڪش سنڌي ۽ مقصود گل رهيا آهن.

هن اداري طرفان سنڌ جي ناليوارن اديبن ۽ شاعرن جا هيٺيان ڪتاب ڇپيا آهن:

**وکريل موتي:** هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي برک شاعر، اديب، محقق ڊاڪٽر عطا محمد حامي جي مقالن تي مشتمل آهي، هن ڪتاب جو مرتب ناليوارو شاعر ۽ اديب مقصود گل آهي، جنهن حامي صاحب جي تيرهن مقالن کي ترتيب ڏئي ڪتابي صورت ۾ آندو. هي ڪتاب جون 1983ع ۾ حامي صاحب جي پهرين ورسيءَ جي موقعي تي پڌرو ڪري مهورت لاءِ پيش ڪيو ويو.

**زندگيءَ ڏي موٽ:** هي جڳ مشهور ڪهاڻيڪار ۽ افسانانگار ڪرشن چندر جي اٺن ڪهاڻين جو ڳٽڪو آهي، جن ڪهاڻين کي مقصود گل ۽ مختار گهمري ترجمو ڪري سنڌي ٻوليءَ جو ويس پارايو. هن ڪتاب ۾ ڪرشن چندر جون اٺ ڪهاڻيون زندگيءَ ڏي موٽ، ڪوڙا رشتا، شاعر ۽ اديب، ليڊر جي ڪرسي، ڏنڊ، اوسيئڙو، ڪنگهه، بيوقوف جي عنوان سان شامل آهن. هي ڪتاب 1985ع ۾ شايع ٿيو.

**ڪرڻا ڪرڻا:** هي ڪتاب مقصود گل جي ٻاراڻي شاعريءَ جو مجموعو آهي، هن ڪتاب ۾ ٻارڙن جي دلچسپيءَ جي عنوانن اجرڪ پايو، پالش وارو، ريل راند، راڻي باغ جو سير، پريم پري ۽ ڪاٺوديو وغيره تي شاعري شامل آهي. هي ڪتاب 1986ع ۾ ڇپجي منظر عام تي آيو.

**امن آب حيات:** هي ڪتاب سنڌ جي ناميارو مزاحمتي شاعر سرڪش سنڌيءَ جي شاعريءَ جو مجموعو آهي، هن ۾ سرڪش سنڌيءَ جا بيت، وايون ۽ غزل شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ لکيو ۽ هي 1987ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**لهر لهر دريا:** هي سنڌ جي هر دل عزيز عوامي شاعر استاد بخاريءَ جي چؤسٽن ۽ قطعن جو مجموعو آهي، جنهن جا ٻه ڇاپا سنڌڙي ڪتابي سلسلي رتيديري پاران ڇپيا. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1990ع ۾ پڌرو ٿيو.

**رت پنا رابيل:** هي ڪتاب مقصود گل جي مزاحمتي شاعريءَ جو مجموعو آهي، جيڪو 1991ع ۾ هن اداري پاران ڇپجي پڌرو ٿيو

**هڪڙو پيارو ماڻهو:** هي ڪتاب ناميارو شاعر قاضي منظر حيات جي ايم.اي (سنڌي ادب) جي آخري سال جي مونوگراف جي ڪتابي شڪل آهي، جيڪو قاضي عبدالحئي 'قائل' جي زندگي، فن، فڪر تي مشتمل هڪ مڪمل دستاويز آهي، جنهن ۾ قاضي عبدالحئي 'قائل' جي شخصيت جي هر پهلو کي اجاگر ڪيو ويو آهي. هن مونوگراف کي 'هڪڙو پيارو ماڻهو' جي نالي سان ڪتابي شڪل ڏئي 1992ع ۾ هن اداري پاران ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو.

**مٽيءَ جا سر:** ناميارو شاعر عبدالغفار تبسم جي شاعريءَ جو مجموعو 'مٽيءَ جا سر' هن ئي اداري پاران 1992ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو هن ڪتاب ۾ گيت، غزل، نظم ۽ آزاد نظم شامل آهن.

**چنڊ ستارا جهوليءَ ۾:** هي ڪتاب ناميارو شاعر مختار گهمري جي ٻاراڻي شاعريءَ جو مجموعو آهي، جنهن ۾ ٻارڙن جي ڏاڻ جا معلوماتي ۽ نصيحت آميز تفريحي نظم شامل آهن. هي ڪتاب 2001ع ۾ هن ئي اداري پاران ڇپيو.

**رتوديرو (مختصر تاريخ):** هن ڪتاب ۾ رتيديري تعلقي متعلق بنيادي ڄاڻ بايو ڊيٽا جي صورت ۾ درج ٿيل آهي ۽ هي ڪتاب قاضي مقصود گل جي محنت جو نتيجو آهي، جيڪو 2002ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

## سنڌ زميندار (اخبار)

**سنڌ زميندار (اخبار):** سنڌ زميندار اخبار، 1922ع ۾ سکر مان نڪتي. هيءَ اخبار پهرين اخبار وڏي سائيز ۾ ٽہ روزه نڪرندي هئي ۽ سالن تائين سنڌ جي مسلمانن جي سماجي، علمي ۽ سياسي خدمت ڪيائين.

'سنڌ زميندار' اخبار ڪيڻ ۾، سنڌ محمدن ائسوسيئيشن جو هٿ هو. هن جا ايڊيٽر ماسٽر عبدالوهاب، علي احمد عليگ، پير علي محمد راشدي، پير حسام الدين راشدي، آغا نظر علي، مولوي عبدالغفور سيتائي، در محمد اويسي ۽ حافظ خير محمد اوحدي رهيا.

هن اخبار جي اجراء جو مقصد ڄاڻائيندي پير علي محمد راشدي لکي ٿو ته: "خلافت ۽ ڪانگريس تحريڪن جي اثر ڪان سواءِ پڙهيل لکيل عوام ۾ آزاديءَ جو جذبو جاڳي چڪو هو ۽ انگريز مجبور ٿي پيا هئا ته مسلمانن، خاص ڪري زميندارن تي هٿ رکن. ڪانئن اخبارون ڪيرائين. 'امن سيا' ۽ 'سنڌ محمدن ائسوسيئيشن' جهڙيون وفادار ۽ فقط نوڪريون گهرندڙ جماعتون قائم ڪرائين ۽ حڪومت سان وفاداريءَ جي وسامندڙ ڏيئي کي هوا ڏياري، ان کي قائم ۽ روشن رکن.

'سنڌ زميندار' اخبار جو جاري ٿيڻ عين ان پاليسيءَ ٻڌاندڙ هو ۽ ماسٽر عبدالوهاب صاحب پنهنجا فرائض بلڪل بجا آندا. سندس انتقال ڪانپوءِ مسٽر احمد علي عليگ ايڊيٽر ٿيو. ۽ مئي 1929ع ۾، مون پاڻ وجي مسٽر احمد عليءَ جي ڇڏيل ڪرسي سنڀالي. منهنجي ڏينهن ۾ اخبار جي پاليسي بلڪل ڦري وئي . . . اصلوڪا ڊائريڪٽر مري کپي چڪا هئا. پريس جو سارو انتظام خانبهادر محمد ايوب کهڙي جي قبضي ۾ اچي ويو هو . . . . ايڊيٽر جي ڪم ۾ ڪا به دست اندازي ڪانه ڪندو هو. ساڳئي وقت عام حالتن ۾ به تبديلي اچي وئي هئي، تنهنڪري اخبار جي تحريرن کي تيز ڪندي، منهنجي رستي ۾ ڪا به

رڪاوٽ نہ هئي. البت ڪيترا ڀيرا وقت جا عملدار ناراض ٿي پيا. . . 1933ع تائين آءٌ پنهنجي جاءِ تي بحال رهيس."

'سنڌ زميندار' اخبار جو مئنيجر ڪجهہ وقت آغا نظر علي خان هو. جيڪو ٿورو عرصو اخبار جو ايڊيٽر بہ ٿيو. آغا ظفر عليءَ بابت پير علي محمد راشدي لکي ٿو تہ, "نظر علي خان جي حياتيءَ جا اصول هئا: مالڪ پريس (مسٽر کهڙي) جي ذات سان وفاداري, خرچ جي معاملي ۾ ڪفايت شعاري, بني نوع انسان تي بي اعتباري, هندو ذات کان بيزاري, اڇي چمڙي (يعني انگريز) اڳيان نيزاري, مسلمان نالي ۾ مستقل آه و زاري, صحت جي معاملي ۾ خبرداري, مفت جي ماني ملي تہ پيٽ کي پورن آزادي. . صورت رعبدار, آواز گرجدار, يارن جو يار ۽ مذاق بذلہ سنج. ."

حافظ خير محمد اوحديءَ جي خيال ۾, 1936ع ۾, هيءَ اخبار مالڪن جي بي توجهيءَ سبب, ۽ اهڙن هٿن ۾ وڃڻ سبب, جي سندس ادارتي ذميداريون سنڀالي سگهڻ جهڙا نہ هئا, پنهنجو وقار وڃائي ويٺي ۽ هوريان هوريان ختم ٿي وئي. ڊاڪٽر عزيزالرحمان ٻگهئي جو خيال آهي تہ هيءَ اخبار وچ تي 7 سالن جي وقفي ڪانپوءِ 1950ع تائين جاري رهي.

**سنڌ سائنس سوسائٽي:** 'سنڌ سائنس سوسائٽيءَ' جو بنياد کهڙي سال پيو, ان جي ڪا تاريخ تہ ملي نہ سگهي آهي, پر مارچ 1972ع جي 'سائنس مخزن' جي ايڊيٽوريل مان اها خبر پوي ٿي تہ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾, سنڌ سائنس سوسائٽيءَ جو بنياد 1970ع جي ڏهاڪي ۾ هيٺين مقصدن تحت وڌو ويو هو:

(1) سنڌي ٻوليءَ ۾ سائنس جي معلومات لاءِ ماهوار 'سائنس' رسالو شايع ڪرڻ.

(2) سنڌ ۾ سائنس جي موضوعن تي ڪانفرنسون منعقد ڪرائڻ.

(3) سائنس جي مختلف موضوعن تي ڪتاب لکرائڻ ۽ سائنسي مواد جا سنڌيءَ ۾ ترجما ڪري شايع ڪرائڻ.

(4) 'سائنسي رفتار' جي نالي سان هڪ تحقيقي ريسرچ جنرل شايع ڪرڻ.

اڳتي هلي سنڌ سائنس سوسائٽيءَ جي وسيع ايراضيءَ ۾ پکڙيل هڪ شاندار عمارت ڄامشوري جي ريلوي اسٽيشن جي ڏکڻ ۾, سنڌ يونيورسٽيءَ جي آٽو ورڪشاپ جي اڳيان ۽ تازي ٺهيل يوٿ ڪلب جي پرسان, اتر ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي زمين تي ٺاهي وئي, جنهن ۾ سوسائٽيءَ جي آفيس لاءِ ڪيترائي ڪمرا ۽ هڪ وڏو هال ليڪچر موجود آهي. سنڌ سائنس سوسائٽيءَ جي آفيس ۾ سائنسي ڪتابن جي هڪ شاندار لائبريري, سائنس جي موضوعن تي مختلف ماهرن ۽ ليکڪن جا ڪيترائي مسودا, سوسائٽيءَ جي ڇپيل ڪتابن جو گودام, ڪاغذن جا سوين رِم ۽ آفيس رڪارڊ سميت ڪيترائي هنڌ بسترا ۽ فرنيچر موجود هو. 1980ع جي ڏهاڪي ۾ سنڌ سائنس سوسائٽيءَ جي ٽن ڪمرن ڪانسواءِ باقي سڄيءَ عمارت ۾ پوليس اچي ويٺي. فيبروري 1990ع ۾ سوسائٽيءَ جي مقرر چوڪيدار کي برطرف ڪيو ويو, جنهن سبب باقي بچيل سامان بہ آهستي آهستي گم ٿيندو ويو. پوليس کان سوسائٽيءَ جي آفيس خالي ڪرائڻ لاءِ ان وقت جي سنڌ جي گورنر, وزيراعليٰ, اعليٰ پوليس عملدارن سميت سنڌ ۽ مهراڻ يونيورسٽيءَ جي وقتي وائيس چانسلرن کي گذارشون ڪيون ويون, ميڊيا رستي وس وارن جو عمارت تي ڪيل قبضي ڏانهن ڌيان ڇڪايو ويو, اخبارن ۾ اپيلون ڪيون ويون, اخبارن توڙي رسالن ۾ ايڊيٽوريل لکيا ويا, ڪيترين تنظيمن مطالبا ڪيا, سول سوسائٽي تحرڪ ۾ آئي, پر پوليس کان آفيس خالي نہ ٿي سگهي, ڇاڪاڻ تہ اها ڳالهہ ڪوبہ ٻڌائڻ لاءِ تيار نہ هو تہ سوسائٽيءَ جي عمارت ۾ پوليس ڇو ۽ ڪنهن ويهاري آهي. سنڌ سائنس سوسائٽيءَ جي اهميت ۽ ڪارج کي ڏسندي, جون 1990ع ۾ ٺڏهوڪي ميمبر سنڌ اسيمبلي پير مظهرالحق (جيڪو 1970ع جي ڏهاڪي ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جو اسٽوڊنٽس ويلفيئر اينڊ پبلڪ رليشن آفيسر بہ رهيو) سوسائٽيءَ جي ميمبر جي حيثيت سان آفيس, پوليس کان واپس ڪرائڻ لاءِ ٺهراءُ پاس ڪرايو.

سوسائٽيءَ جي عمارت تان پوليس جو قبضو ختم نہ ٿيڻ ۽ سوسائٽيءَ جي ڪاروهنوار کي سنگين هاڃو رسڻ سبب ڪو بہ اپاءُ نظر نہ ايندي سوسائٽيءَ جي ٺڏهوڪي سيڪريٽريءَ آخري اپاءُ طور مارچ 1993ع ۾ صوبائي محتسب اعليٰ سنڌ کي 'سنڌ سائنس سوسائٽي' جي آفيس خالي ڪرائڻ جي گذارش ڪئي, جنهن هڪ ڊگهي ۽ گهڻ رخي ڇاچ پڙتال ڪانپوءِ آگسٽ 1994ع ۾ حيدرآباد ۽ دادو ضلعن جي اعليٰ پوليس عملدارن, سنڌ يونيورسٽي ۽ مهراڻ يونيورسٽيءَ جي نمائندن جي هڪ گڏجاڻي ڪوٺائي يڪراءِ سان هيٺيون فيصلو ڪيو:

جيئن تہ سنڌ سائنس سوسائٽي جي آفيس ۾ پوليس, مهراڻ يونيورسٽيءَ جي ڪئمپس ۾ امن امان قائم رکڻ لاءِ ويهاري وئي آهي, تنهنڪري مهراڻ يونيورسٽي 31 ڊسمبر 1994ع تائين پوليس لاءِ متبادل رهائش جو انتظام ڪري, آفيس سنڌ سائنس سوسائٽيءَ جي حوالي ڪندي. ياد رهي تہ ان وقت مهراڻ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر ساڳئي وقت 'سنڌ سائنس سوسائٽي' جو صدر پڻ هو, پر:

1995ع ۾ مهراڻ يونيورسٽي 'سنڌ سائنس سوسائٽي' جي آفيس تي پنهنجو قبضو برقرار رکڻ لاءِ سينئر سول جج ڪوٽڙيءَ وٽ ڪيس داخل ڪيو, پر ڪورٽ سڀوريءَ پنهنجو فيصلو سوسائٽيءَ جي حق ۾ ڏنو. جنهن بعد ساڳئي سال مهراڻ يونيورسٽيءَ هڪ ٻيو ڪيس سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ داخل ڪيو تہ جيئن سوسائٽيءَ جي آفيس تي قبضو برقرار رکي سگهجي, جنهن جو 2002ع ۾ فيصلو پڻ سوسائٽيءَ جي حق ۾ آيو. مٿين فيصلن باوجود مهراڻ يونيورسٽي انتظاميا آفيس جو قبضو اڃا تائين سوسائٽيءَ جي حوالي ناهي ڪيو.

**سنڌ سائنس سوسائٽيءَ جا ڇاپيل ڪتاب:** سنڌ سائنس سوسائٽي 1974ع کان 1986ع تائين 13 سالن ۾ سائنس جي مختلف موضوعن تي جملي 13 اصلوڪا ۽ ترجمو ٿيل ڪتاب شايع ڪرايا:

(1) 'انسان جا پراسرار دشمن' (ڊاڪٽر سليمان شيخ: 1974ع),

(2) 'نامور مسلمان سائنسدان' (ڊاڪٽر محمد شريف ميمڻ: 1975ع),

(3) ’پراسرار ڪائنات‘ (عبدالغفار سومرو: 1974ع)، (4) ’اسان جا فصل‘ (محمد قاسم رند: 1975ع)، (5) ’غلطين جي نفسيات‘ (رضيہ ايف. ڪريم ۽ ڊاڪٽر وڏل شاھ: 1975ع)، (6) ’سنڌ جا ٿڻائتا جانور‘ (نثار احمد حداد: 1976ع)، (7) ’سنڌ جي طبي تاريخ‘- جلد: I (حڪيم نياز حسين همايوني: 1976ع)، (8) ’سنڌ جي طبي تاريخ‘ جلد- II (حڪيم نياز حسين همايوني: 1976ع)، (9) ’گلن جهڙا ٻارڙا ڦلن جيئن نپجن‘ (ڊاڪٽر سليمان شيخ: 1978ع)، (10) ’ڪوريئڙي جي حياتي‘ (ڊاڪٽر هارون الرشيد ميمڻ: 1980ع)، (11) ’ڪينسر‘ (علي مرتضیٰ ڌاريجو: 1982ع)، (12) ’علم فلڪيات‘ (عبدالغفار سومرو: 1986ع)، (13) ’ڊڪشنري آف سائنس اينڊ ٽيڪنيڪل ٽرمس‘ (انگريزيءَ کان سنڌي: ڊاڪٽر ايم.اي. قاضي، 1994ع).

**سنڌ سڀا (تنظيم)**: هي سنڌ جي پهرين سياسي تنظيم آهي، جيڪا 1881ع ۾ وجود ۾ آئي. هي سياسي تنظيم ان زماني ۾ ٺهي، جڏهن ننڍي ڪنڊ ۾ سياسي چرپر ۽ عمل توڙي اوسر اڃا ابتدائي مرحلن ۾ هئي. هن تنظيم سرڪار جو سنڌ جي مسئلن ڏانهن ڌيان ڇڪايو. هن تنظيم ۾ ساڳئي ئي وقت هندو، مسلمان، پارسي ۽ عيسائي مذهبن سان لاڳاپيل ماڻهو شامل هئا، جڏهن ته ڏيارام ڄيٺمل، جيڪو سنڌ جو ناميارو قانوندان هو، سو هن تنظيم جو روح روان هو، جڏهن ته سرڪاري ڪامورا ۽ آفيسر پڻ سرگرم ڪارڪن هئا، جن ۾ اڌارام مولچند، جشينجي نادر، فتح چند آتمارام، شريف صالح محمد، ايف ڪوڪ، ايڊلجي ڊنشا، ايم. ايم. مورج پان، اين گپتا، دولترام ڄيٺمل، حسن علي آفندي، ساڌو هيرانند، ڏيارام گدو مل، فتح علي ۽ ڀائي هيرانند مسند شڪارپوري شامل هئا.

سنڌ سطح تي پهرين سياسي ۽ غير سياسي مذهبي تنظيم ٺاهڻ جو خيال خانبهادر حسن علي آفنديءَ کي آيو، پاڻ ۽ سندس ڪجهه ساٿين ڪراچيءَ ۾ سنڌ جي اندرين علائقن مان ڪجهه ماڻهو گڏ ڪري هڪ اجلاس ڪوٺايو، جنهن جو نالو ’انجمن اسلام‘ رکيو. پر صدارت جي اختلاف سبب هيءَ تنظيم ٺهي نه سگهي. لارڊ رپن جڏهن هندستان جو وائسراءِ مقرر ٿيو ته ’انڊين نيشنل ڪانگريس‘ ان پسمنظر ۾ ظاهر ٿي.

هن ئي ڏهاڪي ۾ ’پونا سروجنيڪا سڀا‘ پڻ ماڻهن کي گهڻو متاثر ڪيو. ان سنڌ جي نئين فڪر ۽ سوچ تي اثر ڪيو. سنڌ جي هندن، خاص طرح ڪراچيءَ ۾ ويهي جديد سنڌ جي تعمير ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. ان دور ۾ هندو ۽ سک مذهبي طور پنجاب جي گهڻو ويجها هئا ۽ ملتان وري سنڌ ۽ بمبئيءَ کي پاڻ ۾ ڳنڍيو ويو ته اها ڳالهه هنن کي ناپسند هئي ۽ سک ڪين پنهنجي حلقي ۾ وٺڻ لاءِ تيار نه هئا ۽ سنڌ جي الڳ صوبائي حيثيت نه هئڻ ڪري مقامي ماڻهن کي مرڪزي ڪردار ادا ڪرڻ جو به ڪو موقعو نه ملي سگهيو. اهڙيءَ حالت ۾ پڙهيل لکيل طبقي جنهن ۾ هندو مسلمان گڏ هئا، سنڌ جي جدا ثقافت ۽ سياسي حيثيت جي بحاليءَ لاءِ جدوجهد ڪئي، جنهن جو آئين اهو هو ته سنڌ جي اهڙي الڳ تشڪيل ٿئي، جيڪا ڪين ڪل هند شعوري وهڪري سان گڏ وڃي هلي. اهڙيءَ صورتحال ۾ ’سنڌ سڀا‘ سنڌ جي پهرين سياسي تنظيم طور ظاهر ٿي هئي. هن تنظيم جي ٺهڻ ۾ مسٽر ارسڪن ڪمشنر جو عمل دخل به هو.

1884ع ۾ ’سنڌ سڀا‘ جي عروج کي ڏسندي سنڌ سرڪار پنهنجي اخبار ’سنڌ سُڌار‘ انهيءَ شرط تي سندن حوالي ڪئي ته تعليم کاتي جي خبرن کي صحيح طريقي سان ڇاپيو وڃي، جنهن جو ايڊيٽر ساڌو هيرانند مقرر ٿيو. تنهن کانپوءِ انگريزي اخبار ’سنڌ ٽائيمز‘ به هن تنظيم جي حوالي ٿي، جنهن سنڌ سميت پوري هندستان ۾ مشهوري ماڻي. سنڌ سڀا هن اخبار ذريعي سنڌ جي شهرن ۽ ٻهراڙين ۾ ڪامورا شاهيءَ جي ظلمن خلاف راشي عملدارن ۽ سنڌ ۾ ٿيندڙ ڏوهن ۽ سرڪاري اهلڪارن جي ڏاڍاين ۽ تعليم جي کوٽ خلاف ڀرپور مزاحمت ڪئي ۽ آواز اُٿاريو.

ساڳيو سال سنڌ توڙي هندستان جي سياست جي حوالي سان اهم هو، ڇو ته سر لارڊ رپن (80- 1984ع) هندستان جو وائسراءِ هو. تنهن پنهنجي دور ۾ عام ماڻهن تان ٽئڪسن جو وزن گهٽ ڪرڻ سان گڏ رعايتون پڻ ڏنيون، صوبن ۽ مرڪز جي حقن جو نئين سر جائزو ورتو ۽ تعليم تي ڌيان ڏنو ۽ انگريزي ۽ مقامي زبان جي حقن کي تسليم ڪيو ويو، جنهنڪري سندس سرڪار جي مڃتا ۾ وڌيڪ اضافو ٿيو. جڏهن بمبئي ميونسپل ترميمي ائڪٽ- 1884ع‘ ۽ ’بمبئي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ائڪٽ‘ جاري ٿيا ته هنن بلن ذريعي ڪراچيءَ ۾ به نامزد ماڻهن کانسواءِ چونڊيل عيوضي ميونسپل جو ڪاروبار سنڀالڻ وارا هئا. اصل ۾ هنن بلن جي جاري ٿيڻ ۽ ترميمن لاءِ سنڌ جي دانشورن گهڻو تحرڪ ورتو هو ۽ بلن جي نفاذ لاءِ ۽ انهن کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ سنڌ سڀا پنهنجي اخبارن سميت جدوجهد جو به اعلان ڪيو. پر گهڻي بحث مباحثي ۽ ترميم کانپوءِ اهو بل قانون ٿي ويو.

انهيءَ ئي سال (1884ع) جي آڪٽوبر مهيني ۾ ڪراچيءَ ۾ ’سنڌ سڀا‘ جو اجلاس ٿيو، جنهن ۾ اها تجويز ڏني وئي ته لارڊ رپن کي تعظيم ڏيندي سندس سنڌ ۾ شناخت پيدا ڪجي، جنهن جي حسن علي آفنديءَ سخت مخالفت ڪئي ۽ مسلمانن جي الڳ ’مجمع محمدي‘ نالي تنظيم ٺاهيائين. تنهن کانپوءِ تعظيم نامي جي ڪتابڙي جون هزارين ڪاپيون سنڌي ۽ انگريزي ٻوليءَ ۾ ڇاپي، سڄيءَ سنڌ ۾ صحيحون وٺڻ لاءِ موڪليون ويون، جنهن کي هڪ سفارتي وفد سميت لارڊ رپن جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويو.

سنڌ ۾ بلدياتي اليڪشن پهرين نومبر 1884ع تي ٿي، جنهن ۾ ’سنڌ سڀا‘ ڪوشش ورتي ته ڪي چڱا ماڻهو چونڊجي اچن ۽ اليڪشن ۾ ٿيندڙ سڀ خرابيون سنڌ سڀا اخبارن وسيلي ماڻهن تائين پهچايون. ڏيارام گدو مل پنهنجي سوانح حيات ۾ لکي ٿو ته، 11 ڊسمبر 1884ع تي اليڪشن جا نتيجا ظاهر ٿيا ته چڱا ماڻهو چونڊجي آيا ۽ سنڌ سڀا پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب وئي.

سنڌ جي هن پهرين سياسي تنظيم، سنڌ جي ڪيترن ئي مسئلن بابت پنهنجي موقف جو اظهار ڪيو ۽ احتجاج ڪري انهن ڪي حل پڻ ڪرايو، جن ۾ جاگيرداري نظام ۽ شڪارپور جي ڪجهه زميندارن سان روينيو ڪاتي پاران ڏاڍاين خلاف آواز اُٿاريو ۽ ان ڪانسواءِ ڪراچي سٽي پرسان برانچ پوسٽ آفيس ۽ ٽيليگراف آفيس کولائڻ، ڪراچيءَ پورٽ ٽرسٽ بل پاس ڪرائڻ، جيڪو 1876ع ۾ ائڪٽ بڻيو، لينڊ روينيو ڪوڊ جي زرعي سڌارن سميت ترميم واري تحريڪ ۽ حيدرآباد شهر ۾ ڪن قبيلن جي لاقانونيت جي خاتمي جهڙن مسئلن خلاف آواز اُٿاريو. ان ڪانسواءِ سنڌ سڀا جو ڊي. جي سنڌ ڪاليج ناهڻ ۾ پڻ وڏو هٿ هو.

حسن علي آفنديءَ جي ڇڏي وڃڻ جي ڪري هن سياسي تنظيم ۾ هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ جيڪو فرق پيدا ٿيو، اهو اڳتي هلي سنڌ ڪي ٻن طبقن ۾ ورهائڻ جو سبب بڻيو. هڪڙي ڌر انڊين نئشنل ڪانگريس ڪي پسند ڪرڻ لڳي، جڏهن ته ٻيءَ ڌُر مسلم ليگ ڪي جيڪا اسلامي جمهوريه پاڪستان ٺهرائڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪري رهي هئي. تنهن ڪانپوءِ ڏيارام جيٺمل جي وفات بعد هيرانند اخبارن مان استعيفا ڏئي، 5 نومبر 1887ع تي حيدرآباد هليو ويو، جتي هن عورتن لاءِ رسالو ڪڍيو ۽ 'سنڌ هندو سڀا' ناهي، 'سنڌ سڀا' جي خاتمي جو اعلان ڪيو.

**سنڌ سڌار** (اخبار): هيءَ سنڌي ٻوليءَ جي پهرين سنڌي اخبار هئي، جيڪا 1866ع ڌاري انگريزن جي زماني ۾ سرڪاري سرپرستيءَ هيٺ ڪراچيءَ مان شايع ٿي. هيءَ هفتيوار اخبار هئي. اخبار ڪاتي جي پريس مان ليٿو تي ڇاپي ويندي هئي. اخبار ۾ تعليم ۽ اسڪولن جون خبرون پهرين ترجيح تي شايع ڪيون وينديون هيون. 'سنڌ سڌار' جو پهريون ايڊيٽر سنڌ جو نامور اديب ۽ تعليمي ماهر مسٽر نارائڻ جڳن ناٿ وديا ٿيو. نارائڻ جڳن ناٿ ان وقت تعليم ڪاتي ۾ ڊپٽي انسپيڪٽر هو. هن جي سرڪردگيءَ ۾ اخبار ابتدا ۾ ئي چڱي مقبوليت حاصل ڪري ورتي. ان ڪان پوءِ مرزا صادق علي بيگ ۽ ساڌو هيرانند هن اخبار جا ايڊيٽر ٿيا. 1884ع ۾ ساڌو هيرانند 'سنڌ ٽائمز' جو به ايڊيٽر رهيو هو. هيءَ اخبار پهرين مڪمل سنڌي اخبار هئي. سرڪاري سرپرستيءَ سبب ڪافي معياري هئي. هن اخبار سنڌ جي تعليمي مقصدن لاءِ جوڳيون خدمتون ادا ڪيون. ٻولي ۽ ادب لاءِ به اخبار جو ڪردار ڪارگر رهيو. ڪجهه وقت ڪانپوءِ اخبار جا حق ۽ واسطا حڪومت پاران 'سنڌ سڀا' نالي انجمن کي ڏنا ويا. سنڌ سڀا سان به حڪومت، اخبار ۾ تعليمي خبرن کي اوليت ڏئي ڇاپڻ جو شرط رکيو. ان ڪري اخبار ۾ اسڪولن، تعليم جون خبرون پهرين ترجيح تي شايع ڪيون وينديون هيون، جيئن عام ماڻهن ۾ تعليم جو شعور اجاڳر ٿئي. 'سنڌ سڀا' جون خدمتون پڻ سماجي، ادبي، سياسي وايومنڊل ۾ تحسين جوڳو ڪم آهي. 'سنڌ سڀا' ڪراچيءَ ۾ سنڌي هندن، مسلمانن ۽ پارسين جي گڏيل سياسي، ثقافتي، جماعت هئي. انگريزي اخبار 'ٽائمز' به هن ئي جماعت طرفان جاري ٿيندي هئي. هن جماعت 'سنڌ سڌار' اخبار کي به اوج ڏياريو ۽ معياري مواد جي لحاظ کان اخبار جو نالو روشن ڪيو. هيءَ اخبار ڪيتروئي عرصو نڪرندي رهي. اخبار جو ساليانو چندو ڪراچيءَ ۾ رهندڙن لاءِ ٽي روپيا، جڏهن ته باقي ٻاهرين شهرن جي رهندڙن لاءِ چار روپيا هو.

**سنڌ سچي سرهاڻ** (ڪتاب): هي ڪتاب پٿرواري دؤر کان وٺي جديد دؤر تائين سنڌ جي اسلامي، سياسي، سماجي، تاريخ، جاگرافي، ماڳ مڪان، معاشي، سائنسي، ادبي ۽ تاريخي ڄاڻ تي مشتمل آهي، جنهن کي سنڌ جي ناميارِي اديب خادم حسين چانڊيي مرتب ڪيو آهي. 325 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 240 روپيا آهي، جيڪو روشني پبليڪيشن 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.




**سنڌ سماچار** (اخبار): ديوناگريءَ ۾ شايع ٿيندڙ هيءَ اخبار پنڊت ميور شرما ۽ پنڊت سو ديشور طوطارام جي نگراني ۽ ادارت ۾ 28 جولاءِ 1920ع کان شايع ٿيڻ لڳي. هيءَ اخبار پهرين هفتيوار ۽ بعد ۾ روزاني اخبار طور شايع ٿيندي هئي. هن اخبار ۾ تعليمي ۽ اخلاقي مضمون شايع ٿيندا هئا. اخبار 'سنڌ سماچار' شڪارپور پرنٽنگ پريس مان ڇپجي، پريم ڌرم سڀا هاءِ اسڪول شڪارپور مان پڌري ٿيندي هئي. هيءَ اخبار 1939ع تائين باقائده شايع ٿيندي رهي بعد ۾ بند ٿي وئي.

**سنڌ سوديشي هوزري مل**: هيءَ مِل، سيٺ چوئٿرام ۽ سيٺ رامداس مياڻي روڊ حيدرآباد تي تعمير ڪرائي هئي، جنهن ۾ عمدا مفلر ۽ سوئيٽر تيار ٿيندا هئا، جن جو سنڌ ۽ پنجاب ۾ کاپو ٿيندو هو. سال 1939ع ڌاري هندو- مسلم فساد ۾ هن مل کي باهه ڏني وئي هئي.

**سنڌ سياحن جي نظر ۾** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي ناميارِي اديب، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جي تحقيق تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ ۾ آيل پرڏيهي سياحن جو تفصيلي ذڪر موجود آهي، جن مان ڪي نوڪريون ڪرڻ آيا ته ڪي وري قبضي جي خيال کان آيا. ڪتاب کي ڪل ڇهن بابن ۾ ورهايو ويو آهي، جن مان باب پهريون: يوناني سياح، باب ٻيو: چيني سياح، باب ٽيون: عرب سياح ۽ جاگيردار، باب چوٿون: ترڪ ۽ افغان سياح، باب پنجون: مغربي سياح، باب ڇهون: سيوهڻ: سياحن ۽ پرڏيهي مؤرخن جي نظر ۾- تذڪري هيٺ آيل ڪيترن ئي سياحن جو سنڌ ۾ ساراهه جوڳو ڪم ڪيل آهي ۽ انهن سنڌ جي جاگرافي، ثقافت، رهڻي ڪهڻي ۽ ٻوليءَ بابت ڪيترائي تحقيقي ڪتاب به لکيا آهن.



ڊيمي سائيز جي پڪي جلد سان 168 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو روشني پبليڪيشن ڪنڊياري سال 2001ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سنڌ شيوڪ** (رسالو): سنڌ شيوڪ نالي رسالو سنڌ جي قديم پرڳڻي ساهتيءَ جي رهواسي ديوان تولارام بالاڻي سن 1924ع ڌاري جاري ڪيو. سنڌ شيوڪ رسالو پهرين ماهوار هو، پوءِ اڳتي هلي اهو هفتيوار ٿيو تولارام پاڻ بہ چڱو شاعر هو. سندس سنڌ شيوڪ رسالي چڱي سجاڳ پيدا ڪئي.

**سنڌ صدين کان** [1] (ڪتاب): هن ڪتاب جو مرتب نارائڻ ڀارتي آهي. سال 1975ع ۾ حڪومت سنڌ هڪ بين الاقوامي سيمينار ڪراچيءَ ۾ منعقد ڪيو هو جنهن ۾ ڏيهي توڙي پرڏيهي عالمن سنڌ بابت مقالا ۽ مضمون پيش ڪيا. سيمينار جو عنوان 'سنڌ صدين کان' رکيو ويو. ان موقعي تي 'هلال پاڪستان' اخبار (ڪراچي) جي ايڊيٽر سراج الحق ميمڻ، اخبار جو خاص ايڊيشن ڪڍيو هو. جنهن مان مختلف محققن جا ڏهہ عدد مضمون ترتيب ڏئي نارائڻ ڀارتيءَ 'سنڌ صدين' کان ڪتاب تيار ڪيو. ڪرائون سائيز جو هي ڪتاب 120 صفحن تي مشتمل آهي. سنڌي ٽائيمس الهاس نگر هي ڪتاب آگسٽ 1975ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**سنڌ صدين کان** [2] (ڪتاب): حڪومت سنڌ پاران 1975ع ۾ سنڌ تي هڪ بين الاقوامي سيمينار ڪرايو ويو. ان موقعي تي ڏيهي ۽ پرڏيهي عالمن ۽ محققن جيڪي مقالا پڙهيا هئا، تن مان 32 مقالن جي سنڌي ترجمي تي مشتمل هن ڪتاب ۾ قديم کان جديد دؤر جي سنڌ جي تاريخ، آرڪيالاجي، ادب، ثقافت، موسيقي، اسلام، علم الانسان ۽ آرڪائيوز (Archives) توڙي تصوف تي مقالا شامل آهن. هن ڪتاب جو انگريزي ايڊيشن ڊاڪٽر حميده کهڙو مرتب ڪيو هو. جيڪو آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس Sindh Through the Centuries نالي سان 1981ع ۾ ڇاپي پڌرو ڪيو.




جڏهن تہ ان مواد جو مختلف اديبن کان سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪرائي ممتاز مرزا جي ترتيب سان هي سنڌي ڪتاب شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز پاران 1982ع ۾ شايع ڪيو ويو. هي ڪتاب ممتاز تاريخدان پير حسام الدين راشدي صاحب جي نالي منسوب ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ 2012ع ۾ ڇپايو آهي، جنهن جي قيمت 400 روپيا آهي.

**سنڌ صدين کان** [3] (ڪتاب): هي سنڌ جي تاريخ جي مختصر جائزي بابت غلام محمد لاکي جو لکيل ڪتاب آهي، جيڪو ڇهن فصلن (بابن) ۾ ورهايل آهي. ابتدا ۾ سنڌ جو تعارف، نالو، پکيڙ، آدمشماري ۽ خصوصيتون ڏنيون ويون آهن. پهرئين باب جو موضوع، موهن جو دڙو، قدامت، عروج، زوال ۽ رسم الخط آهي. ٽئين باب ۾ قديم روايتي تاريخ کان راجا ڏاهر جي زوال تائين، آزاد سنڌ جو عروج ۽ گذريل 2200 سالن جو جائزو ورتو ويو آهي. ٽئين باب ۾ عربن کان ٽالپرن جو دور بيان ڪيو ويو آهي. چوٿين باب ۾ انگريزن کان پاڪستان جو دور، بنگلاديش جي آزاديءَ تائين اچي وڃي ٿو. هي ڪرائون سائيز جي 78 صفحن تي مشتمل ڪتاب، گرامي پبليڪيشن، دولتپور صفن، نوابشاهہ پاران، 1980ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. جنهن جي آرٽ پيپر واري ڇاپي جي قيمت 4.50 روپيا ۽ ڪارڊ ڪوَر واري ڪتاب جي قيمت 6 روپيا آهي.




ڊيمي سائيز جي 657 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 480 روپيا آهي.

**سنڌ: عرب دور** (Sindh Arab Period: ڪتاب): 'سنڌ جي تاريخ'- سلسلي جو هيءُ ٽيون جلد، ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ، انگريزيءَ ۾ (Sindh: Arab Period) عنوان سان لکيو هو جنهن جو پهريون ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ 1978ع ۾، ڊيمي سائيز جي 523 صفحن تي مشتمل ڇاپي پڌرو ڪيو هو. هن جلد جو سنڌيءَ ۾ ترجمو پڻ ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ خود ڪيو هو. جنهن جي نظرثاني ڊاڪٽر غلام محمد لاکي ڪئي آهي ۽ اُن جو پهريون ڇاپو جولاءِ 2009ع ۾ ڇپيو آهي. هي تاريخي ڪتاب جو جلد 17 بابن تي مشتمل آهي.




باب پهريون: سنڌ جي تاريخ جا ماخذ (همعصر ماخذ، جاگرافيائي ڪتاب، سفرناما، پوءِ جا ڪتاب، شعرناما ۽ آثار قديمه. باب ٻيو: سنڌ ملڪ ۽ ان جي جاگرافي حدون، بيهڪ، طبعي بناوت، ڍنڍون ۽ نديون، آبهوا، زمين، پوک، جانور، ڪاٺيون، ڌاتو، ڪڇ جو رڻ، آدمشماري، ٻولي ۽ رسم الخط وغيره، باب ٽيون: سنڌ جي قديم تاريخ (ڪول، سنٿال، آريا نسل، ايرانين جي ڪاهہ، يوناني حملا، سٿيا ۽ ساڪا قومون، سفيد هُن)، باب چوٿون: عربن جي فتح کان اڳ سنڌ جون حالتون (سياسي، سماجي، اقتصادي ۽ مذهبي حالتون، قانون، ريتون رسمون، ٻولي ۽ ادب وغيره)، باب پنجون: اسلام کان اڳ جا عرب (عرب بائده، اڪاد، بائيبلائن قوم، حمورابي جا قانون، اسيريا، ڪلداني،



ڪنعاني (فنيقي)، آرامي، ثمود ۽ ٻيا قبيلا، حمير خاندان، اتر عرب رياستون، بنو قريش ۽ قريش قبيلي جو شجرو وغيره)، باب ڇهون: سنڌ ۽ عرب ناتا، عربن جي حملي جا سبب، باب ستون: محمد بن قاسم جو سنڌ فتح ڪرڻ، باب اٺون: سنڌ جا عرب گورنر (بنو اميه جا گورنر، عباسي گورنر)، باب نائون: منصوره جو هباري خاندان (عمر بن عبدالعزيز هباري)، باب ڏهون: منصوره شهر جو بنياد ۽ ان جي بيهڪ (اوچ سميت)، باب يارهون: منصوره جا هاڻوڪا کنڊر، باب ٻارهون: سنڌ ۾ عرب انتظاميه (فوجي انتظام، مالياتي انتظام، عدالتي انتظام، اقتصادي ترقي، عرب دور جا سڪا)، باب تيرهون: ادبي ثقافتي سرگرميون )عربي نظم، عربي نثر، ديني ادب، ٻولي ۽ رسم الخط، ثقافتي سرگرميون، تجارتي رستن جا فاصلا)، باب چوڏهون: عرب دور ۾ سنڌ جا شهر، باب پندرهون: ملتان جي عرب حڪومت، باب سورهون: سنڌ جا قرمطي (قرمطين جي اصليت، اسماعيلي فاطمي، اسماعيلين جو سنڌ ۾ خاتمو، سنڌ تي سومرن جي حڪومت، باب سترهون: عرب سائنس جي واڌاري ۾ سنڌ جو حصو) علم الحساب، علم النجوم، طب، علم الحيوان، ڪيميا، سياست، جاگرافي، فلسفو). پڇاڙي: سنڌ تي عربن جو ثقافتي اثر (سنڌ ۾ تصوف).

ڪتاب جي هر باب ڪانپوءِ حوالا ۽ سمجهاڻيون ڏنل آهن. آخر ۾ تعليقات، عربي ۽ فارسي ڪتابن مان اقتباس به ڏنا ويا آهن. ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ ۽ عرب دور جي حوالي سان ڊاڪٽر غلام محمد لاکي جو تفصيلي مضمون آهي.

**سنڌ قاصد** (اخبار): هيءَ سنڌ مان نڪرندڙ ٽيون نمبر پراڻي اخبار هئي، جنهن جو پهريون پرچو 6 جون 1854ع تي جاري ٿيو هيءَ اخبار انگريزي ۾ هوندي هئي، جيڪا اڱاري ۽ جمعي جي ڏينهن تي صبح واري وقت ۾ جاري ڪئي ويندي هئي. هن اخبار جي آفيس ڪراچيءَ ۾ نيپيئر روڊ تي هوندي هئي. 'سنڌ قاصد' جو پهريون ايڊيٽر اخبار جو مالڪ هينري جان برگس هو. جارج راڊ رچ، وليم رولنڊ ۽ ڊي. پيريرا پريس جا انچارج رهيا. هن اخبار پنهنجي شروعات في صفحو ڇهن ڪالمن سان ڪئي، پر مختصر عرصي ۾ ترقي ڪري في صفحو پنج ڪالم شايع ٿيڻ لڳي. هن اخبار ۾ عام خبرن ڪانسواءِ سرڪاري نوٽيفڪيشن، تجارتي اشتهار، مزاحيه گيت، موسمي معلومات، آڪاڻيون، اسٽيمرس ۽ پوسٽ جي آمد و رفت جون خبرون شايع ٿينديون هيون.

هن اخبار جي شروع ۾ قيمت ڇهه آنا هئي، پر پوءِ پهرين سيپٽمبر 1854ع تي اخبار جي سائيز وڌائڻ سبب قيمت به وڌائي اٺ آنا ڪئي ويئي. سنڌ قاصد ان دؤر جي ڪامياب اخبار هئي.

**سنڌ قيصري** (اخبار): هيءَ هفتيوار سنڌي اخبار 1905ع کان چيلارام مگڻ مل لوهاڻي جي ادارت ۾ سنڌ قيصري پريس شڪارپور مان ڇپجي پڌري ٿيندي هئي. پهريان هن اخبار جون فقط هڪ سئو ڪاپيون شايع ٿينديون هيون پوءِ تڪڙي مقبوليت سبب اپريل 1906ع تائين هن اخبار جي اشاعت ساڍا پنج سئو ڪاپين تائين وڃي پهتي. هيءَ اخبار ڪاميابيءَ سان هلندي رهي ۽ پڙهندڙن ۾ ڪافي مقبوليت ماڻي.

**سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي، ڪراچي**: 1894ع ۾ سڀ کان پهرين ۽ جهوني سنڌي ناٽڪ منڊلي 'ڏيارام جيٺمل سنڌ ڪاليج ايميچورس ڊراميٽڪ سوسائٽي ڪراچي' ليکي وڃي ٿي، جيڪا پوءِ 'سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي ڪراچي' جي نالي سان مشهور ٿي ۽ لڳ ڀڳ پنجويهن سالن تائين ناٽڪ پيش ڪندي رهي. هيءَ ناٽڪ منڊلي تنهن وقت جي پرنسپال ڊاڪٽر جٽڪسن ۽ پارسي وائيس پرنسپال بادشاهه جي اُدم جي جفاڪشيءَ جو نتيجو هئي. هيءَ ناٽڪ منڊلي ويهن سالن تائين حيدرآباد ۾ هر سال ٽي ناٽڪ رچائيندي هئي، جتي ٻن راتين ۾ نئون ناٽڪ ۽ وچين رات جو گذريل سال وارو ناٽڪ پيش ڪندي هئي. هن ناٽڪ منڊليءَ پهريون ناٽڪ جيٺانند ڪلٽداس پرياڻيءَ جو لکيل 'نل دمينتي' پيش ڪيو. پوءِ ناٽڪ منڊليءَ جي مکيه ليکڪ ليلارام وطڻ مل جا مشهور ناٽڪ جهڙوڪ: هرشچندر موهن، تارڪا، سورجن راڻا، رامائڻ، دروپدي، شاهه عادل خان ۽ لوبي لاڪيٽا پيش ڪيا. اهڙيءَ ريت هن ناٽڪ منڊليءَ مرزا قليچ بيگ جا به ڪيترائي ننڍا توڙي وڏا ناٽڪ ڇپايا ۽ پيش ڪيا، جن ۾ مشهور ناٽڪ شڪنتلا، لوبي ۽ ٺوڳي، انڪوائري آفيس، حسنا دلدار، نيم طبيب خطره جان- نيم ملا خطره ايمان، شاهه ايليا، شيخ چلي ۽ اڳڻ مسخرو، فيروز دل افروز، شمشاد مرحبانه، گشت ڪي ڪشت، پرهيزجي ٽولي، شهريار شهر بانو، بدر منير ۽ بينظير، شيرين فرهاد ۽ شهزادو بهرام شامل آهن. ان ڪانسواءِ هن ناٽڪ منڊليءَ ڏيئومل گاگنمل جو ناٽڪ رام بنواس، شيوا سنگهه اجواڻيءَ جو ڪشت، پيرومل مهرچند جو حرص جو شڪار، وطڻ مل جو 'نشائين جي نصيحت' ۽ ڪوڙيمل چندن مل کلناڻيءَ جو 'سنگ جو پرسنگ' ناٽڪ پڻ رچايا ويا. هن ناٽڪ منڊليءَ جا مشهور هدايتڪار ڪنول سنگهه ملڪاڻي ۽ هيرانند پوهراج آڏواڻي هئا، جڏهن ته معروف اداڪارن ۾ درگداس آڏواڻي، هيرانند سنتوش ڪمار (وڪيل)، سجانگر جڳتياڻي، ڪنول سنگهه ملڪاڻي، بجا سنگهه آڏواڻي، حشمتراءِ لوڪ سنگهه، جيٺمل موتيرام لعلواڻي، خوشيرام ساڌواڻي، ڊاڪٽر چوٿرام، جوتسنگهه آڏواڻي، ٽيئون مل (پرمانند ميوارام جو ننڍو ڀاءُ)، موتيرام گدواڻي، موهن شاهاڻي، وشنو هيراننداڻي، هيرانند پوهراج آڏواڻي، ڏيئل مل لعلواڻي، تيجومل شاهاڻي، لعلچند امر ڏنو مل، پهلاجراءِ ڪرپالاڻي، جهمٽ مل ٻاوناڻي، موتي جهانگياڻي، گيانچند ٽڏاڻي، دريانو مل سدارنگاڻي، ڏرمداس ڇبلاڻي، ڀاڳ سنگ آڏواڻي ۽ منگهارام ملڪاڻي وغيره شامل آهن. هن ناٽڪ منڊليءَ جو قائم ٿيڻ کان لڳاتار پنجويهن سالن تائين اوج رهيو، پر پوءِ ڏهن ٻارهن سالن تائين ناٽڪ نه ڏيکاريا ويا. ان کان گهڻو پوءِ 1925ع ۾ ڪاليج جي ساليانيءَ جلسي ۾ خانچند درياڻيءَ جو ننڍو ناٽڪ 'سچي سڪ' پيش ڪيو ويو، جنهن جو هدايتڪار ڪاليج جو پرنسپال ۽ مشهور اديب منگهارام ملڪاڻي هو،

جڏهن ته اداڪار ڪاليج جا شاگرد هئا. تنهن ڪانپوءِ ڪاليج جي پرنسپال تيجومل شاهاڻيءَ جي اتساهه ڏيارڻ تي منگهارام ملڪاڻيءَ 1928ع ۾ سنڌ ڪاليج جي نئين ناٽڪ منڊليءَ پاران ’مومل منڙا‘ ناٽڪ رچايو. هن ناٽڪ جو هدايتڪار منگهارام ملڪاڻي هو ۽ مکيه اداڪارن ۾ مکند لال، موتي جڳتياڻي، چندن ميرچنداڻي ۽ ڪشنو جڳتياڻي هئا. هن نئين ناٽڪ منڊليءَ جي قائم ٿيڻ کان ٿيهه سال پوءِ 1939ع ۾ سنڌ ڪاليج جي پرنسپال شهاڻيءَ جي رٽائر ٿيڻ واري جلسي تي شيڪسپيئر جي مشهور ناٽڪ تان ورتل ڪهاڻي ’دلسوز داستان‘ نالي سان پيش ڪئي وئي. هن ناٽڪ جي هدايتڪاري خود ليکڪ منگهارام ملڪاڻي ڪئي، جڏهن ته ڪاليج جي شاگردن اداڪاري ڪئي.

**سنڌ ڪڇ ڪانياواڙ جا سيپٽڪ ناتا** (ڪتاب): هي ڪتاب هند سنڌ جي ناميارِي اديب ۽ محقق جينت ريلواڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ سنڌ جي اڳوڻن علائقن ڪڇ ۽ ڪانياواڙ ۾ رهندڙ سنڌي جاتين جو ذڪر ۽ انهن جي ٻولي ۽ ثقافتي هڪجهڙائيءَ جو بيان آهي. جينت ريلواڻيءَ، ڪڇ، سوراشٽر، ڪانياواڙ، گجرات ۾ رهندڙ هندو لوهاڻن، برهمڻن، برهم کترين ۽ پاٽين سان گڏ سومرن، سمن، سوڍن ۽ ميمڻن جو تذڪرو آندو آهي. هن ڪتاب ۾ بوهرا ۽ خوجا ڪميونٽيءَ جو ذڪر به شامل آهي. سنڌو پارتي پبليڪيشن، راجڪوٽ پاران 2008ع ۾ ڇپايل هن ڪتاب ۾ 572 صفحا شامل آهن ۽ ڪتاب جي قيمت 600 روپيا آهي.




**سنڌ ڪلب عمارت**: ڪراچي شهر ۾، جوڌپور ۽ جنگشاهيءَ جي پٿرن سان ٺهيل هن عمارت جي پيڙهه جو پٿر، 1845ع ۾ چارلس نيپئر رکيو هو. هيءَ به ماڙ جاءِ يورپي اڏاوت جي طرز جو خوبصورت نمونو آهي. ورهاڱي کانپوءِ 1960ع تائين هن ڪلب جا فقط انگريز ميمبر ٿي سگهندا هئا. هيءَ عمارت هوٽل ميٽروپول ۽ فريئر هال جي وچ ۾ اڃا ساڳيءَ حالت ۾ موجود آهي.

**سنڌ ڪهاڻي** (ڪتاب): هي ڪتاب هندستان جي مشهور سياستدان ۽ ليکڪ، ڪيول ملڪاڻيءَ جي 1921ع ۾ ڇپيل انگريزي ڪتاب ’The Sindh Story‘ جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو ناميارِي ليکڪ ۽ مترجم ولي رام ولڀ ڪيو آهي، پهرين ان جا چار باب ماهوار ’پروڙ‘ جي 1990ع ۽ 1991ع جي پرچن ۾ شايع ٿيا ۽ ڪتابي صورت ۾ ان جو پهريون ڇاپو 1991ع ۾، ڪجهه اٽر سبٻن جي ڪري ناميارِي اديب تاج جويي جي نالي، ولي رام ولڀ جي رضامنديءَ سان ڇپيو. روشني پبليڪيشن پاران اهو ڪتاب ڊيمي سائيز جي 294 صفحن تي ڇپايو ويو. انهيءَ ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سنڌ تحقيقي بورڊ، مترجم جي رضامنديءَ ڪانسواءِ ’ورو‘ نالي سان 2002ع ۾ ڇاپيو، جيڪو 222 صفحن تي مشتمل آهي. ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي. ساڳئي ڪتاب کي هندستان ۾ ڊاڪٽر ڪملا گوڪلاڻيءَ ۽ نولراءِ ٻڇاڻيءَ ڪجهه لفظي تبديليءَ سان آندو، جيڪو ساڳئي سنڌي ترجمي تان ورتل آهي. اهو ٽيون ڇاپو 2005ع ۾ ستيه ڪشيان پبليڪيشن، اجمير (هندستان) پاران ڇپايو ويو، جيڪو پارت ياترا دوران مترجم کي تحفي طور مليو. انهيءَ ڪتاب جي قيمت 37 روپيا ۽ صفحا 268 آهن.







**سنڌ ڪيس** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور ليکڪ جامي چانڊيي جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ 1947ع کان هن وقت تائين جيڪي سنڌ سان ويساهه گهاتيون ۽ ناانصافيون ٿيون آهن، تنهن تي تفصيلي بحث ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي قومي مسئلي جا سياسي بنياد به واضح ڪيا ويا آهن. ان ڪانسواءِ سنڌ، پاڪستان کان پوءِ ڪيئن ٿي وئي، پاڪستان ۾ جمهوري وفاقيت جو بحران ۽ قومي خودمختياريءَ جهڙا موضوع به شامل آهن. هي ڪتاب نومبر 2009ع ۾ سي. پي. سي. ايس اداري شايع ٿيو. ڪتاب جو ملهه 100 روپيا ڄاڻايل آهي.




**سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن**: سنڌ جي هن مشهور سماجي تنظيم جو بنياد 1972ع ڌاري پيو. سنڌ جي پڙهيل لکيل، باشعور طبقي کي يڪجاءِ ڪري، سنڌ جي تعليم، فلاح، صحت جي مسئلن ۽ ٻين سماجي ڪمن لاءِ ڪوششون وٺڻ جي جذبي تحت ڊاڪٽر سليمان شيخ، شمشير الحيدري، خان محمد پنهور ۽ ٻين ساٿين گڏجي، ننڍي سطح تي سنڌ گريجوئيشن ائسوسيئيشن جو قيام عمل ۾ آندو ۽ سوسائٽي رجسٽريشن ايڪٽ (XXI) 1860ع تحت 29 سيپٽمبر 1972ع تي رجسٽرڊ ڪرائي، عملي ڪم شروع ڪيو ويو. اڄ هيءَ تنظيم 9000 کان وڌيڪ گريجوئيسٽ ميمبرن/ رضاڪارن تي مشتمل آهي ۽ سنڌ جي مختلف شهرن/ ڳوٺن ۾ ’سگا‘ جون 108 شاخون سماجي ترقيءَ ۽ فلاح لاءِ مصروف عمل آهن.

’سگا‘ ابتدا کان وٺي سنڌ ۾ تعليم جي ترقي، صحت جي مسئلن، غربت جي خاتمي، هُنري تربيت، آمدني جا ذريعا پيدا ڪرڻ، هنگامي حالتن ۾ امدادي ڪم ڪرڻ ۽ ثقافتي سرگرمين ذريعي سنڌ

جي خدمت لاءِ سرگرم ڪردار ادا ڪيو آهي. تنظيم جا شروعاتي 18 سال ’پنهنجي مدد پاڻ تحت‘ ميمبرن جي گڏيل سهڪار سان گذريا. بعد ۾ ڪجهه سرڪاري مدد ۽ وڏين سماجي تنظيمن جي مالي سهڪار سان مختلف ڪم سرانجام ڏنا ويا. انهن تنظيمن ۾ آئي. ايل. او، يونيسيف، يونيسڪو، CIDA، ورلڊ بئنڪ، ايس. پي. او، آڪسفيم، ٽي. وي. او، سانا، سنڌ ايجوڪيشن فائونڊيشن، ايڪشن ايڊ، آر. ايس. پي. اين، انفاق فائونڊيشن، خوشحالي بئنڪ، يو. ايس. ايڊ ۽ جماڻي فيملي وغيره جو سهڪار شامل رهيو آهي. جن جي سهڪار سان ’سگا‘ تعليم، صحت سميت، ماحولياتي بچاءَ، غربت جي خاتمي، صاف پاڻيءَ ۽ ڊرينيج بابت ڪم، ننڍا قرض ڏيڻ ۽ ثقافتي سرگرمين جو سلسلو قائم رکيو.

**سنڌ گريجوئيشن ائسوسيئيشن جي تنظيمي جوڙ جڪ:** ’سگا‘ 220 ميمبرن تي مشتمل ڪائونسل: سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪاميٽيءَ جي 34 ميمبرن ۽ بورڊ آف ڊائريڪٽرس جي 13 ميمبرن تي مشتمل آهي. سگا طرفان سنڌ جي مختلف شهرن ۾ 20 ’روشن تارا‘ اسڪول قائم ڪيا ويا آهن، جتي سستي ۽ معياري تعليم ڏني وڃي ٿي، غريب شاگردن کي اسڪالرشپس ڏيڻ کان علاوه نوجوانن ۽ بالغن جي تعليم تي به عمل ڪيو ويو آهي. مختلف ضلعن ۾ صاف پاڻيءَ جي فراهمي لاءِ ائسوسيئيشن ڪوششون ورتيون آهن. ان کان علاوه ’سگا‘ عورتن جي حقن جي تحفظ ۽ سندن ترقيءَ لاءِ پڻ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو آهي. ماءُ ۽ ٻار جي صحت لاءِ مختلف عورتن ۽ نوجوانن کي روزگار جا موقعا فراهم ڪيا ويا آهن. ائسوسيئيشن طرفان 4 ڪمپيوٽر سينٽر، ٻه عورتن جي ترقي لاءِ مرڪز ۽ ٻه انگريزي سکيا جا سينٽر به قائم ڪيا ويا آهن. ’سگا‘ پاران پهرين ’لطيف نيشنل ڪانگريس‘ جو انعقاد 1978ع ۾ ڪيو ويو ۽ مختلف سيمينارن جي ذريعي شاهه لطيف ڀٽائيءَ جي فڪر ۽ پيغام کي عام ڪيو ويو. اهي سيمينار ميرپورخاص، ٽنڊو آدم، ٽنڊو الهيار، سڪرنڊ، بدين ۽ ڪنڊياري ۾ منعقد ڪيا ويا. اڳتي هلي 1981ع، 1994ع ۽ 1998ع ۾ ثقافت ۽ لوڪ فن ۽ هنر کي هٿي وٺرائڻ لاءِ ’ايڪسپو سنڌ‘ جي بينر هيٺ آرٽس ڪائونسل ڪراچيءَ ۾ نمائشون منعقد ڪيون ويون. 1989ع کي ’سگا‘ طرفان سچل سرمست جو سال ڪري ملهايو ويو ۽ انٽرنيشنل سچل ڪانگريس جو انعقاد ڪراچيءَ ۾ ڪيو ويو. 18 کان 28 ڊسمبر 2004ع تي ’شاهه سچل سامي انٽرنيشنل پيس ڪانفرنس‘ ڪراچيءَ ۾ منعقد ڪئي وئي. ساڳئي سال پارٽ جي 32 اديبن کي سنڌ جو ثقافتي دورو ڪرايو ويو ۽ دادا جشن واسواڻيءَ جو ليڪچر پڻ مارچ 2005ع ۾ ڪرايو ويو.

’سگا‘ جي برانچ آفيس اسلام آباد ۾ به قائم ڪيل آهي، جتي پڻ سنڌي ثقافتي ۽ علمي ادبي پروگرام منعقد ڪيا وڃن ٿا. سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن جا سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪاميٽي: ڊاڪٽر سليمان شيخ، سگا جي مرڪزي انتظامي ڪميٽيءَ جو چيئرپرسن: ڊاڪٽر رفيق احمد جعفري، وائيس چيئرمين: ولي محمد روشن، سيڪريٽري جنرل، غلام مجتبيٰ دايو ڊپٽي جنرل سيڪريٽري عبدالرحمان سيال، ماليات سيڪريٽري محمد صديق ابڙو، اطلاعات سيڪريٽري ثريا ميمڻ، تعليم ۽ هيومن رسورس ڊولپمينٽ بابت سيڪريٽري: پيرل خان ڪوسو، صحت، زراعت ۽ ماحوليات بابت سيڪريٽري: ياسمين لغاري، عورتن جي ترقي بابت سيڪريٽري طور چونڊيل آهي. جڏهن سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ جي ٻين سينئر ميمبرن ۾ ڊاڪٽر فهميده حسين، جسٽس رٽائرڊ ديدار حسين شاهه، علي حسين بروهي، بخش علي لاکو، الطاف حسين ڳوڙ، فضل الله قريشي، نور محمد سيال، عبدالغفار لغاري، تاج محمد وساڻ، غلام نبي سيال، حاجي خادم حسين جويو، جاويد احمد اُنڙ ۽ حميده خاصخيلي شامل آهن.

**سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن (خواتين شاخ):** نوي جي ڏهاڪي ۾ ڪراچيءَ ۾ هڪ ئي وقت سنڌي عورتن جون ڪيئي تنظيمون ڪم ڪري رهيون هيون، جن ۾ گهٽي قدر ساڳيون ئي



ڊاڪٽر سلميان شيخ عهديدارن کي قسم کڻائيندي، سلطانه وقاصي، زرين ميمڻ، رخسانه قريشي، مهتاب راشدي، ڊاڪٽر فهميده حسين، رشيده عبدالله شاهه، عصمت صفدر

عورتون ميمبر هيون. انهن تنظيمن ۾ ڊاڪٽر در شهوار جي تنظيم ’اسوا‘، ارشاد قمر جي تنظيم ’مارئي فورم‘، رشيده عبدالله شاهه جي تنظيم ’سرتين سٿ‘ ۽ ’سنڌي عورت تنظيم‘ نمايان هيون. جن جو مقصد ۽ ڪم هڪجهڙو هئڻ جي باوجود اهي ڌار ڌار پنهنجون گڏجاڻيون ۽ فلاحي ڪم ڪنديون هيون. انهيءَ صورتحال کي ڏسندي انهن تنظيمن جي ڪمن ڪارين ۾ مرڪزيت آڻڻ جي خيال کان سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن جي چيئرمين ڊاڪٽر سليمان شيخ انهن جي هڪ گڏيل گڏجاڻي ڪري اهو خيال پيش ڪيو ته جيئن ته سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن هڪ منظم ۽ فعال تنظيم آهي ۽ ان ۾ ڪيترين ئي سنڌي عورتون رضاڪارانه طور ڪم ڪن ٿيون، ان ڪري هو اهو پليٽ فارم سنڌي عورتن جي سڀني تنظيمن کي آڇي ٿو ته جيئن سڀئي گڏجي اتان ساڳيو ڪم ڪري سگهن. ائين سگا ۾ خواتين ميمبرن کي شامل ڪندي، انهن تنظيمن مان فعال عورتن کي ڪٺي، سگا جي

خواتين شاخ قائم ڪئي وئي ۽ انهيءَ ڳنڍجاڙيءَ ۾ عام راءِ جي روشنيءَ ۾ ان جي پهرين صدر محترمه رشيده عبدالله شاهه ۽ پهرين سيڪريٽري ڊاڪٽر فهميده حسين کي چونڊيو ويو. ٻين عهديدارن ۾ مارئي فورم مان ارشاد قمر، سلطانه وقاصي، انيس گهانگهرو ۽ سگها مان نسيم روبي سومرو، شبنم موتي، زرينه پنهور ۽ کي ٻيون خواتين شامل ٿيون. ابتدا ۾ انهيءَ نئين تنظيم ڪراچيءَ ويجهو سمنڊ ۾ بابا ڀٽ ٻيٽ تي رهندڙ سنڌي ڪميونٽيءَ جي سهائتا جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو ۽ ٽن ڏينهن ۾ اتي لڳل باهه جي متاثرين جي گهڻي مدد ڪئي. مسز عبدالله شاهه جي سربراهيءَ ۾ ان جو هڪ وفد دادوءَ ويو ۽ پوءِ اتي جي پٺتي پيل علائقن ۾ عورتن لاءِ انڊسٽريل هوم ۽ هنري ادارن جي قائم ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون ويون، جن مان هڪ ۾ مسز اقبال نالي خاتون کي انچارج مقرر ڪيو ويو. 1991ع ۾ مسز اقبال ۽ ڊاڪٽر فهميده حسين سگها خواتين شاخ پاران آمريڪا ۾ ٿيندڙ 'سانا' (Sindhi Association of north America) جي ڪنوينشن ۾ شرڪت ڪري سنڌ جي غريب عورتن جو هنر پيش ڪيو ۽ فنڊ گڏ ڪيا. هن دوري ۾ ڊاڪٽر فهميده حسين سگها کان ٽڪيٽ وٺڻ بدران پنهنجي خرچ تي پرڏيهه وئي ته جيئن اهي پئسا بچائي فلاحي ڪمن ۾ ڪتب آڻي سگهجن. سگها جي منشور مطابق ٻن سالن ڪانپوءِ اليڪشن ٿي، جنهن ۾ صدر طور ڊاڪٽر فهميده حسين ۽ سيڪريٽري طور شبنم موتي چونڊيون ويون، ايندڙ ٻن سالن ۾ سگها مرڪز سان ڳنڍجي عورتن جي ڀلائيءَ جي ڪيترن ئي پراجيڪٽن تي ڪم ڪيو. جنهن ۾ تعليم ۽ صحت جي حوالي سان مظهرالدين ميمڻ جي سهڪار سان ڪم ڪيو ويو. ٻن سالن ڪانپوءِ اليڪشن ۾ مهتاب اڪبر راشدي صدر ۽ شبنم موتي جنرل سيڪريٽري چونڊيون ويون، جن سنڌي عورتن کي خودڪفيل بڻائڻ لاءِ هنري ٽريننگ پروگرام ۽ ورڪشاپ رٿيا ۽ ڪراچي، لاڙڪاڻي ۽ دادو ۾ اهڙا ڪورس ٿيا، جن ۾ عورتن کي هنري سکيا ڏني وئي. ان ڪانپوءِ هن تنظيم جون صدر عاليه سومرو، ڊاڪٽر ممتاز جبار ميمڻ، مهتاب اڪبر راشدي رهيون آهن.

مختلف وقتن تي هن تنظيم کي چڱا فنڊ به مليا، شروعات ۾ سنڌ جي ان وقت جي وزيراعليٰ سيد عبدالله شاهه ڏهن لکن جي گرانٽ ڏني، جنهن کي فڪسڊ ڊپازٽ ۾ رکائي منافعي مان ڪم هلايو ويندو هو. ان ڪانپوءِ عاليه سومرو جي صدارت واري دؤر ۾ سنڌ جي ان وقت جي گورنر محمد ميان سومري پڻ ويهه لک روپيا گرانٽ ڏني. هن وقت سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن مرڪز جي هن تنظيم سان گهڻي وابستگي نه رهي آهي ۽ گهڻوٽڻو هيءَ تنظيم خود مختيار تنظيم بڻجي چڪي آهي.

**سنڌ ڳالهائي ٿي** (ڪتاب) : هي سنڌ جي قومي اڳواڻ ۽ سياستدان سائين جي. ايم. سيد جي عدالتي بيان تي مشتمل تاريخي دستاويز آهي. هن تاريخي دستاويز جي شروعات 'نشترپارڪ ڪراچي' کان ٿي، جنهن ۾ جي. ايم. سيد، 17 جنوري 1992ع تي پنهنجي 89هين سالگرهه ملهائي ۽ هزارين ماڻهن جي موجودگيءَ ۾ دنيا جي خوشحاليءَ، آزاديءَ ۽ ڀلائيءَ لاءِ هڪ 'نئين ورلڊ آرڊر' جو فارمولو پيش ڪيو ويو جنهن ۾ سنڌ جي مالڪ سنڌي قوم کي به اهو اختيار ڏيڻ جو مطالبو ڪيو ويو ته اها پنهنجي مقدر ۽ مستقبل جو فيصلو خود ڪري ته اها ڪهڙي حيثيت ۾ رهڻ چاهي ٿي. ان مطالبي جي بنياد تي ايس. ايڇ. او سولجر بازار ٿاڻي انسپيڪٽر منار ڪاڪا، پنهنجي ٿاڻي تي، پنهنجي ۽ سرڪار طرفان ايف. آءِ. آر درج ڪئي. هن ايف. آءِ. آر جي بنياد تي جي. ايم. سيد تي 'بغاوت' جو ڪيس داخل ڪيو ويو.




18 جنوري 1992ع جي صبح جو سپر سولجر بازار پوليس جي نفريءَ حيدر منزل ڪراچيءَ کي گهيري ۾ ورتو ۽ جي. ايم. سيد کي نظربند ڪري، اتي موجود سمورن ماڻهن کي گرفتار ڪري سولجر بازار ٿاڻي تي آندو ويو. جن کي پوءِ آزاد ڪيو ويو. 19 جنوري 1992ع تي رجسٽر ڪيل ايف. آءِ. آر ۾ درج ڪيو ويو ته 'بااختيار اعليٰ' حاڪمن جي ليٽر نمبر 92-381 تحت ايس. ايڇ. او تاريخ 18 جنوري SCR-1992، مؤرخ 18.1.1992 تي سينيئر سپرينٽينڊنٽ پوليس ضلعي اوڀر ڪراچيءَ، معرفت ايس. ڊي. پي. او جمشيد ڪوارٽر ڪراچيءَ رپورٽ درج ڪئي ته:

G. M. SAYED
THE CASE OF SINDH
G. M. Sayed's Deposition for the Court

"جيئي سنڌ جو جلسو نشترپارڪ ۾ ٿيو جنهن ۾ جي. ايم. سيد ۽ ٻين ڏوهارين جلسي ۾ تقريرون ڪيون. . . بشير قريشيءَ صاحب صدر جي. ايم. سيد جي تقرير پڙهي ۽ جلسي ۾ شريڪ سمورن ڏوهارين جو موقف هو ته سيئي جي. ايم. سيد جي سربراهيءَ ۾ متفق آهن. هن جلسي ۾ قيام پاڪستان جي مخالفت . . . ۽ سنڌ کي ڌار ڪرڻ جي تبليغ ڪئي وئي . . . . وغيره . . . ايف. آءِ. آر مطابق مٿين سمورن ڏوهارين جو انفرادي يا اجتماعي ڪردار آئين پاڪستان مطابق ڏوهه آهي، جيڪو انڊر سيڪشن اي-121، 123 ۽ اي 153، پاڪستان پينل ڪوڊ ۽ اينٽي نيشنل ايڪٽويٽيز جي روڪٿام لاءِ جوڙيل ائڪٽ 74 جي شق نمبر 3 جي ذمري ۾ اچي ٿو."




هن ايف. آءِ. آر هيٺ جي. ايم. سيد پنهنجي زندگيءَ جو آخري قيد ڪاٽيو ۽ ان قيد ۾ مناسب علاج جي راهه ۾ سرڪاري رنڊڪن سبب سنڌس انتقال ٿيو.

دوستن جي سمجهائڻ ۽ لڪل دٻاءَ جي باوجود، جي. ايم. سيد

نتيجن جي پرواهہ ڪرڻ کان سواءِ هي ڪيس خود وڙهڻ جو فيصلو ڪيو تہ جيئن تاريخ تي ثابت ڪري سگهي تہ سندس فيصلو درست هو. هن ڪيس ۾ پهرين سندس وڪيل سيد حسين شاهہ راشدي ۽ حفيظ پيرزادو هئا ۽ بعد ۾ عبدالوحيد ڪٽپر هيءُ ڪيس آخر تائين وڙهيو. هي ڪيس دهشتگرديءَ جي ٽوڙ واري خاص عدالت، اسپيشل ڪورٽ نمبرون ڪراچيءَ ۾ هليو.

جي. ايم. سيد هن ڪورٽ ۾ پيش ٿيڻ لاءِ سنڌيءَ ۾ تفصيلي 'عدالتي بيان' تيار ڪيو، جنهن جي تياريءَ لاءِ حڪومت کان هن ٻن ماڻهن- عبدالواحد آريسر ۽ تاج جويي- جا نالا خط لکي گهريا، اجازت ملڻ بعد هن ڪين 'عدالتي بيان' لکيو. اهو پهرين سنڌيءَ ۾، پوءِ انگريزيءَ ۾ ۽ بعد ۾ اردوءَ ۾ ترجمو ٿي پيش ٿيو. ياد رهي تہ جي. ايم. سيد جو هي بيان عدالت وٺڻ جي همت نہ ڪري سگهي هئي.

عدالتي بيان جو پهريون سنڌي ڇاپو، نئين سوچ پبليڪيشن ڪراچيءَ، 1993ع ۾ شايع ڪيو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو، ڊيمي سائيز جي 358 صفحن تي مشتمل 2002ع ۾ شايع ٿيو. هن بيان ۾ ڪافي تاريخي دستاويز بہ شامل ڪيا ويا آهن. هن عدالتي بيان 'سنڌ ڳالهائي ٿي' جو انگريزي ترجمو The Case of Sindh: G. M Sayeds' Deposition for the Court جي نالي سان 'نئين سنڌ اڪيڊمي' ڪراچيءَ 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هي ترجمو سيد افضال حيدر ۽ ظفر اقبال مرزا ڪيو هو، جنهن جي درستي ۽ نظرثاني محمد ابراهيم جويي ڪئي. هن عدالتي بيان جو هڪ ڇاپو 1993ع ۾ ٿي 'جي. ايم. سيد اڪيڊمي، سن' ضلعي دادوءَ پاران بہ ڊيمي سائيز جي 328 صفحن تي مشتمل شايع ٿيو. جنهن جي قيمت 100 روپيا آهي. هن عدالتي بيان جو پهريون اردو ترجمو 'آواز سنڌ' جي نالي سان روزانہ پبلڪ جي ايڊيٽر مجيب انقلابيءَ ڪيو جيڪو انڊس پبليڪيشن ڪراچيءَ، 2003ع ۾ شايع ڪيو. ساڳئي عدالتي بيان جو ٻيو اردو ترجمو، مشهور اردو شاعر فهيم شناس ڪاظميءَ ڪيو، جنهن تي نظرثاني حيدر جاويد سيد ڪئي. هي ڪتاب فڪشن هائوس، لاهور، 2003ع ۾ شايع ڪيو. جنهن جي خصوصيت اها آهي تہ ان جي ابتدا ۾ ڪيس جا تفصيل بہ ڏنا ويا آهن.




**سنڌ لئنڊ روينيو قانون_1967ع (ڪتاب)**: هن ڪتاب جو ترجمو مير محمد سولنگيءَ ڪيو آهي، جيڪو سنڌ جي سرڪاري، نيم سرڪاري دفترن، خودمختيار ادارن، عدالتن ۽ مڪاني ادارن اندر سنڌي ٻوليءَ ۾ لکپڙهہ ڪرڻ ۽ سنڌي ۾ رڪارڊ رکڻ کي يقيني بڻائڻ واري بنيادي مقصد تي مبني آهي. هن اهم قانوني دستاويز جا ٽي مختلف ڇاپا پڌرا ڪيا ويا آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1994ع ۾، ٻيو ڇاپو 1999ع ۾، ٽيون ڇاپو 2007ع ۾ ۽ چوٿون ڇاپو 2011ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو آهي.

هي ڪتاب روينيو ڪاتي جي معاملن ۽ لکپڙهہ جي سلسلي ۾ نهايت ڪارائتو ڪتاب آهي. 189 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 300 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سنڌ ماضي، حال ۽ مستقبل (ڪتاب)**: هي ڊاڪٽر حميده کهڙو جي سنڌ بابت مضمونن جو ڪتاب منصور قادر جوڻيجي ترتيب ڏنو آهي. ڪتاب ۾ ادب، سياست، سماج ۽ تاريخ بابت ڊاڪٽر صاحبہ جا مضمون، مقالا، تقريرون ۽ انٽرويو شامل آهن. جن مان ڪن اهم مضمونن/ مقالن جو وچور هن ريت آهي: سنڌ صدين کان، نئين سنڌ جي تخليق، سنڌ تي هڪ نظر، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي زماني ۾ سنڌ جي تعليم، اوڻيهين صديءَ جي گوريلا ويڙهہ، پاڪستان جو پوسٽ مارٽم، 1971ع جو آئين ۽ صوبن جا حق، سن ڪانفرنس، سنڌ قومي اتحاد ۽ سنڌ جا مسئلا وغيره اهڙي طرح سندس انٽرويوئن ۾ همعصر دور جا مسئلا بيان ڪيا ويا آهن.




ڊيمي سائيز جي 356 صفحن تي مشتمل، پڪي جلد واري هن ڪتاب کي سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي ڪراچيءَ 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 250 رپيا آهي.

**سنڌ مدرسة الاسلام**: سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي، سنڌ جي ناميا ري سماج سڌارڪ ۽ وڪيل حسن علي آفنديءَ قائم ڪيو هو. تن ڏينهن ۾ هند سنڌ ۾ انگريزن جي حڪومت نئون تعليمي نظام متعارف ڪرايو هو. جنهن کان متاثر ٿي حسن علي پنهنجن پٽن علي احمد ۽ اڪبر کي عليگڙهہ ڪاليج ۾ داخل ڪرائڻ ويو، جتي سندس سر سيد احمد خان سان ملاقات ۽ خيالن جي ڏي وٺ ٿي. مٿس سر سيد احمد خان جي خيالن جو ڪافي اثر ٿيو. مٿان وري محمدن ائسوسيئيشن جو باني سيد امير علي جڏهن ڪنهن مقدمي جي سلسلي ۾ 1884ع ۾ سيوهڻ ۾ آيو تہ ٻنهي ان ڳالهہ تي گڏجي ويچاريو تہ سنڌ جي مسلمانن کي سياسي، تعليمي ۽ سماجي شعبن ۾ اڳيرو ڪرڻ لاءِ قدم کڻجن.

سر سيد جي اثر ۽ سيد امير عليءَ جي ملاقات بعد حسن علي آفنديءَ 'نئشنل محمدن ائسوسيئيشن' جي سنڌ ۾ شاخ قائم ڪئي ۽ 1885ع ۾ ڪوشش وٺي سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ جو 1885ع ۾ بنياد وڌائين. جنهن جو مقصد باقي ننڍي ڪنڊ وانگر سنڌ جي مسلمانن ۾ تعليمي، سياسي ۽ سماجي شعور بيدار ڪرڻ هو. هن سڀ کان اڳ



بولٽن مارڪيٽ ڪراچيءَ جي سامهون هڪ قافلہ سراءِ 25 روپين جي ماهوار ڪرائي تي حاصل ڪئي، جتي سنڌ جي ڏورانهن علائقن کان آيل غريب شاگردن کي رهائش ۽ کاڌي جي مفت سهولت ڏني وئي. سندس جذبي کي ڏسي ڪراچي ميونسپل ڪميٽيءَ اها جاءِ ائسوسيئيشن کي مفت ۾ ڏئي ڇڏي. ان ساڳيءَ جاءِ تي سنڌ مدرسة الاسلام جي اڏاوت لاءِ زمين ملڻ ڪانپوءِ هن سرنديءَ وارن ماڻهن کان مالي امداد حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. سنڌ جي عام ماڻهن ۽ زميندارن اٽڪل 40 هزار روپيا مدد ڏني. مختلف ميونسپالٽين 16 هزار روپيا ڏنا. خيرپور رياست جي واليءَ 12 هزار روپيا ساليانو امداد انهيءَ شرط تي ڏني تہ مدرسي جو پرنسپال انگريز هوندو. حسن علي آفنديءَ مدرسي کي مالي طور مضبوط ڪرڻ ۽ خرچ جي پورائيءَ لاءِ هندستان جي مختلف شهرن جو دورو بہ ڪيو. پهرين سيپٽمبر 1885ع تي سنڌ مدرسة الاسلام جو باقاعده آغاز ٿيو ۽ نئين ٺهيل عمارت جو رسمي افتتاح ان وقت جي هندستاني وائسراءِ لارڊ ڊفرن، 14 نومبر 1887ع تي پيڙهہ جو پٿر رکي ڪيو هو.

حسن علي آفنديءَ جو پٽ ولي محمد، جيڪو حيدرآباد جي تعليم کاتي ۾ انسپيڪٽر هو، ان کي 1886ع ۾ سنڌ مدرسي جو پرنسپال مقرر ڪيو ويو. ان ڪانپوءِ هن ڪاليج جو پرنسپال عمر بن محمد دائودپوٽو مقرر ٿيو. سنڌ مدرسي ۾ ان وقت سنڌي، اردو ۽ گجراتي سيڪشن هوندا هئا، جتي 1200 کن ڇوڪرا مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪندا هئا. غريب شاگردن کي هاسٽل ۾ مفت رهائش جي سهولت مليل هئي.

58 سالن جي شاندار ڪارڪردگيءَ بعد محمد علي جناح جي ڪوششن سان 21 جون 1943ع ۾ سنڌ مدرسي کي ڪاليج جو درجو ڏنو ويو ۽ ڪجھ عرصي بعد سنڌ مدرسي جي ماتحت ايس. ايم. سائنس ڪاليج، ايس. ايم آرٽس اينڊ ڪامرس ڪاليج، ايس. ايم. لا ڪاليج، فاطمہ جناح گرلس ڪاليج ۽ ڪجھ ٻيا اسڪول پڻ قائم ٿيا. ايس. ايم. لا ڪاليج مان اڳوڻي وزيراعظم شهيد ذوالفقار علي ڀٽي پڻ قانون جي ڊگري حاصل ڪئي هئي. 1972ع ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت ٻين ڪيترن تعليمي ادارن وانگر هن ڪاليج کي بہ قومي تحويل ۾ ورتو. جنهنڪري هيءُ ادارو سڌو سنئون مرڪزي حڪومت جي ماتحت ٿي ويو. پهرين سيپٽمبر 1985ع تي اڳوڻي صدر جنرل ضياءِ الحق ۽ وزيراعظم محمد خان جوڻيجي سنڌ مدرسي جي سؤ ساله تقريب ۾ شرڪت ڪئي ۽ صدر صاحب اعلان ڪيو تہ سنڌ مدرسي کي ترقي ڏيڻ لاءِ هڪ هاسٽل تعمير ڪرائڻ ۽ شاگردن جي سهولت لاءِ ٽي بسون خريد ڪرڻ لاءِ مدرسي کي 17 لک روپيا ڏيڻ جو اعلان ڪيو ويو ۽ ان سان گڏ لائبريءَ جي واڌاري لاءِ 10 لک روپيا ڏيڻ ۽ مدرسي جي ڪجھ استادن کي وفاقي حڪومت جي خرچ تي اعليٰ تعليم جي لاءِ پرڏيھ موڪلڻ جي منظوري ڏني وئي.

سنڌ مدرسة الاسلام مان جن وڏين شخصيتن تعليم حاصل ڪري سياست، علم ادب ۽ سماجي شعبن ۾ پاڻ مڃايو، تن ۾ غلام محمد ڀرڳڙي، قائداعظم محمد علي جناح، حاجي عبدالله هارون، سر غلام حسين هدايت الله، شيخ عبدالمجيد سنڌي، پير الاهي بخش، محمد هاشم گزدر، حاتم علوي، محمد ايوب کهڙو، سر شاهنواز ڀٽو، شمس العلماءِ عمر بن محمد دائودپوٽو، اي. ڪي. گبول، جي. الانا، حڪيم احسن، قاضي فضل الله، قاضي خدابخش مورائي، مير ايوب خان، عطاءُالله مينگل، سردار محمد ابراهيم، سردار محمد يعقوب، سيد حاجي عبدالحڪيم شاهہ، صاحب ڏنو شاهہ، بئريسٽر عبدالرحمان، عبدالحئي قريشي، عبدالستار افغاني، جسٽس سجاد علي شاهہ، غلام علي نانا، محمد ابراهيم جويو، رسول بخش پليجو، احمد علي ڇاڳلا وغيره شامل آهن.

ان ڪانپوءِ پيپلز پارٽيءَ جي ٻئي حڪومتي دور ۾ سنڌ جي گورنر 15 ڊسمبر 1993ع تي سنڌ مدرسي کي يونيورسٽي بنائڻ جو چارٽر جاري ڪيو پر اُن تي ڪو بہ عمل نہ ٿي سگهيو گهڻو پوءِ، ڊسمبر 2012ع ۾ ٻيهر پيپلز پارٽيءَ جي ئي حڪومت ۾ سنڌ مدرسي کي يونيورسٽيءَ جو درجو ڏيڻ جو بل سنڌ اسيمبليءَ مان منظور ٿيو (وڌيڪ ڏسو: سنڌ مدرسة الاسلام يونيورسٽي).

**سنڌ مدرسة الاسلام يونيورسٽي:** سنڌ جو تاريخي درسگاهہ سنڌ مدرسة الاسلام 1885ع ۾ قائم ٿيو هو، اُهو پهرين هاءِ اسڪول تائين هو، ان بعد اُن ڪاليج جي صورت اختيار ڪئي ۽ ترقيءَ جون منزلون طئي ڪندي هن وقت يونيورسٽيءَ جي حيثيت حاصل ڪري چڪو آهي. اهڙو بل پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت، 22 ڊسمبر 2012ع تي



سنڌ اسيمبليءَ مان پاس ڪرايو. ابتدائي طور سنڌ مدرسة يونيورسٽيءَ ۾ پنج شعبا قائم ڪيا ويا آهن. جن ۾: (1) ايجوڪيشن، (2) بزنس ائڊمنسٽريشن، (3) ميڊيا اسٽڊيز، (4) ڪمپيوٽر سائنس، ۽ (5) انوائرمينٽل اسٽڊيز جا شعبا شامل آهن. يونيورسٽيءَ جو مکيه ڪئمپس في الحال مدرسي جي شاندار ۽ پراڻي عمارت اندر قائم آهي. هر ڪلاس روم ۾ ايئرڪنڊيشن ۽ ملٽي ميڊيا پراجيڪٽر لڳايا ويا آهن. ان ڪانسواءِ ليبارٽريون، لائبرري، آڊيٽوريم ۽ ميوزيم وغيره به ٺهيل آهن.

سنڌ مدرسة الاسلام جي نئين ڪئمپس لاءِ صدر آصف علي زرداريءَ جي خاص هدايتن تي ڪراچيءَ جي حدن ۾ جوڙيل 'ايجوڪيشن سٽيءَ' ۾ 100 ايڪڙ جي زمين مخصوص ڪئي وئي آهي، جنهن جي تعمير ڪان پوءِ يونيورسٽيءَ کي اتي منتقل ڪري وڌيڪ شعبا قائم ڪيا ويندا. سنڌ مدرسة الاسلام يونيورسٽيءَ پاران ڊسمبر 2013ع ۾ 'سنڌ صدين کان' سري هيٺ هڪ بين الاقوامي سيمينار منعقد ڪرڻ جو به اعلان ڪيو ويو آهي. هن وقت يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر محمد علي شيخ آهي، جيڪو هن کان اڳ سنڌ مدرسة الاسلام ڪاليج ۾ پڻ پرنسپال رهي چڪو آهي.

**سنڌ مسلم (اخبار)**: هيءَ هفتيوار سنڌي اخبار نامور ليکڪ پير علي محمد راشديءَ جي ادارت ۾ الحنيف پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان، 13 جولاءِ 1928ع کان شڪارپور مان پڌري ٿي. هن اخبار جي مونوگراف وٽ لکيل هوندو ته "سنڌ جي بهترين علمي، ادبي سياسي ۽ مذهبي اخبار، جنهن سان الراشد گڏيل آهي." هيءَ اخبار ٻن کان ڇئن صفحن تي مشتمل هوندي هئي. هيءَ اخبار مسلسل پنج مهينا شڪارپور مان شيع ٿي. هيءَ بعد ۾ سکر منتقل ڪئي وئي، جتي 5 جنوري 1928ع کان پنجابي پريس سکر مان ڇپجي پڌري ٿيندي هئي. هن اخبار پڙهندڙن ۾ ڪافي مقبوليت ماڻي. بعد ۾ بند ٿي وئي.

**سنڌ: مسلمانن جي فتح کان اڳ** (Sindh Before the Muslim Conquest): **ڪتاب**: سنڌي ادبي بورڊ جي 'سنڌ جي تاريخ- سلسلي' جو هيو جلد ايچ. ٽي. لئمبرڪ تيار ڪيو هو ان جو انگريزيءَ ۾ نالو Sindh Before the Muslim Conquest هو.




جنهن جا ٻه ڇاپا، 1973ع ۽ 1996ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيا هئا. ٻئي ڇاپي جي قيمت 150 روپيا هئي ۽ ان جا صفحا 218 هئا. جڏهن ته هن جو سنڌي ترجمو "سنڌ: مسلمانن جي فتح کان اڳ" عنوان سان سومار علي سومري ڪيو ۽ ان جي تصحيح محمد ابراهيم جويي ڪئي هئي. سنڌي ترجمي جا هن وقت تائين ٽي ڇاپا، ترتيبوار 1984ع، 1990ع ۽ 2005ع ۾ ڇپجي چڪا آهن. هي جلد 11 بابن ۾ ورهايل آهي، جنهن جو تفصيل هن ريت آهي:

باب 1: سنڌو تهذيب، اُن جو اُسرڻ ۽ ڦهلجڻ، باب 2: سنڌو تهذيب، عروج ۽ زوال، باب 3: سنڌ جي قديم روايتي تاريخ، باب 4: سنڌ، ايران جي هخامنشي بادشاهن جي هٿ هيٺ، باب 5: سڪندراعظم جي ڪاهه، باب 6: سنڌ، موريا گهراڻي وارن ۽ بئڪٽريا وارن يونانين جي زماني ۾، باب 7: سنڌ سٿين ۽ پارٿين لوڪن جي هٿ هيٺ، باب 8: سنڌ، عيسوي سن جي پهرين پنجن صدين دوران، باب 9: سنڌ جو ٻڌ ڌرم وارو راءِ گهراڻو باب 10: چچ جو قبضو ۽ باب 11: سنڌ جي برهمڻ گهراڻي جو زوال.





ڪتاب جي آخر ۾ لئمبرڪ جي حياتيءَ جو احوال، نامور اديب ۽ عالم غلام رباني آگري ۽ ڊاڪٽر حميده کهڙو جو لکيل ڏنو ويو آهي. آخر ۾ ڊاڪٽر ابوسلمان شاهجهانپوريءَ جي ڏسٽي (Index) به ڏني وئي آهي. سنڌي ترجمي جو ٽيون ڇاپو ڊيمي سائيز جي 280 صفحن تي مشتمل آهي ۽ ان جي قيمت 160 روپيا آهي.

**سنڌ منهنجي خوابن جي (ڪتاب)**: هي ڪتاب سنڌ جي مشهور دانشور محمد ابراهيم جويي جو لکيل آهي. هي ڪتاب بنيادي طور تي ڇئن حصن ۾ ترتيبوار ورهايل آهي، جنهن ۾ پهريون تاريخي ۽ فڪري مضمونن: ٻيو سياسي ۽ فڪري: ٽيون پاٽي ڪيس ۽ چوٿون حصو علمي ۽ فڪري مضمونن تي مشتمل آهي. سي. پي. سي. ايس پاران هي ڪتاب مئي 2009ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو ۽ ڪتاب جو ملهه 150 روپيا آهي.



**سنڌ منهنجي نظر ۾ (ڪتاب)**: هي ڪتاب، سنڌ جي فتح وقت، سنڌ جو مشاهدو ڪندڙ، هڪ رنگين مزاج انگريز سياح رچرڊ ايف. برٽن جي يادگيرين تي مشتمل ڪتاب Sindh Re-Visited جي ٻن ڀاڱن جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو نامور مترجم عطا محمد ڀنڀري ڪيو آهي. ڪتاب 31 بابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ليکڪ پنهنجي بمبئيءَ ۾ آمد، پاٽيءَ رستي ڪيل سفر، سنڌ جي قديم ۽ جديد شهر ڪراچي، ڪراچيءَ ۾ ائنگلوانڊين فوج جي ڇانوٽي، ڪلفٽن، گِزري، بندر ۽ واڳن واري تلاءَ (منگهي پير)، ڪراچيءَ کان روانگي، ڀنڀور جي ڏندڪٿا، ٺٽي ۽ آسپاس جي ٽڪرين، قديم دور ۾ ٺٽي جي فتح، ماموئي فقيرن جي

بيتن، سونڊن ۽ جهرڪن جي ھڻ يادگار، ڪوٽڙي ۽ حيدرآباد ويندڙ رستن، حيدرآباد جي قلعي ۽ مقبرن، سنڌو درياھ، سنڌي ماڻھن جي خوبين ۽ خاصيتن، سنڌي عورت جي شخصيت ۽ لباس، حيدرآباد کان روانگي، مياڻيءَ جي جنگ جي يادگيرين، قليلي، ٻروچن جي دعوت، لکي، سيوھڻ، سڪندر جي فوجي چانوڻي، منڇر ڍنڍ، سکر، بکر، روھڙي، شڪارپور، سبي/ سيوي، سنڌوءَ وسيلي ڪوٽڙي واپسي- ريلوي ذريعي ڪراچي واپسيءَ جون يادگيريون وغيره بيان ڪيون آھن.



ڊيمي سائيز جي 605 صفحن ۽ پڪي جلد سان ھي ڪتاب، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ، 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آھي، جنھن جي قيمت 500 روپيا آھي.

**سنڌ ۾ انگريزن جي حڪمت عملي (ڪتاب)**: ڊاڪٽر ايڊرين ڊيو آرٽ پاڪستان کان اڳ سنڌ جي ڪاليجن ۾ تاريخ جو پروفيسر رھيو ھو. ھن کي ننڍي کنڊ جي انگريز دؤر جي تاريخ تي وڏي مھارت حاصل ھئي. خاص ڪري سنڌ سان انگريزن جي لاڳاپن جي تاريخ ۽ خود سنڌ ۾ انگريز دؤر جي تاريخ تي ڪيس خاص عبور حاصل ھو. سنڌي ادبي بورڊ نون جلدن ۾ سنڌ جي تاريخ بابت مفصل خاڪو تيار ڪيو ھو ته انگريزن جي دور جي تاريخ ڊاڪٽر ڊيو آرٽ کي تاريخ جي اُن جلد جي ابتدائي خاڪي طور ھن ھڪ ڪتاب A History of British Relations with Sindh جي نالي سان تيار ڪيو. وقت بدليو ۽ ماڻھو مٽجي ويا. ھي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ شايع نه ڪري سگھيو. بعد ۾ جناب ذوالفقار علي ڀٽي، وزيراعظم پاڪستان جي ذاتي دلچسپيءَ سان ھي ڪتاب نيشنل بڪ فائونڊيشن اسلام آباد پاران 1976ع ۾ ڇپجي ظاھر ٿيو. ھن ڪتاب ۾ انگريزن ۽ سنڌ جي تاريخي لاڳاپن تي (1613ع کان 1843ع) ڀرپور روشني وڌي وئي آھي.



ھي ڪتاب نون (09) بابن ۾ تقسيم ٿيل آھي: (1) سنڌ ۾ شروعاتي واپار (مغل دؤر)، (2) واپار جي نالي ۾ سياسي مقصدن جي حاصلات، (3) فرانس جو ڊپ ختم پر پوءِ به سنڌ سان لاڳاپا ضروري، (4) انگريز- سنڌ لاڳاپا (1816ع-1826ع)، (5) سنڌ ۾ انگريز سياح (1827ع-1831ع)، (6) روسي ڊپ، ۽ سنڌ سان ڪاروبار (1825ع-1834ع)، (7) سنڌ ۾ سفارت خاني جو قيام، پھرئين افغان جنگ (1836ع-1839ع)، (8) افغان جنگ جي دور ۾ سنڌ سان لاڳاپا (1839ع-1842ع)، (9) اھي واقعا، جيڪي مياڻيءَ جي جنگ طرف وٺي ويا.

ھن ڪتاب جو سنڌي ترجمو ناماياري مترجم ۽ محقق عطا محمد ڀنڀري ڪيو آھي. ترجمي وقت ڪتاب جو نالو تبديل ڪري 'سنڌ ۾ انگريزن جي حڪمت عملي' رکيو ويو. ان ڪانسواءِ اصل ليکڪ جي نالي جو اچار به درست قائم نه ٿي سگھيو ۽ ان کي ڊيو آرٽ جي جاءِ تي 'ڊيورٽي' لکيو ويو. جڏھن ته سنڌي زبان ۾ ترجمي ٿيڻ وقت ڪتاب جو نالو: **'سنڌ سان انگريزن جي لاڳاپن جي تاريخ'** رکڻ گھرجندو ھو. ڊيمي سائيز جي 426 صفحن تي مشتمل ھي ڪتاب، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ 1999ع ۾ ڇپيو، جنھن جي قيمت 200 روپيا آھي.

**سنڌ ۾ جاگيرن جي تاريخ (ڪتاب)**: ھي ڪتاب ليکڪ ۽ مترجم حسين بادشاھ جو ترتيب ڏنل آھي، جنھن ۾ ليکڪ ٽالپر دور، انگريز دور ۽ قيام پاڪستان جي شروعاتي دور جي جاگيرداري سرشتي بابت مختلف مؤرخن جو مواد، انگريز سرڪار پاران گڏ ڪيل رڪارڊ، رايا، تجربا ۽ تاريخ، جامع انداز ۾ گڏ ڪري ۽ ڪافي مواد ترجمو ڪري ڪتابي صورت ۾ آندو آھي. 'پنھنجي پاران' ۾ ليکڪ لکي ٿو ته: "اسان وٽ عام طور اھو تاثر آھي ته ماضيءَ ۾ سماجي طور سنڌ اندر سدائين قبيلائي ۽ جاگيرداري سرشتو رھيو آھي، مقامي ماڻھو سست رھيا آھن. ورھاڱي وقت سنڌي ماڻھن ۾ معروضي حالتن جو تجزيو ڪرڻ جي صلاحيت نه ھئي. ھاڻوڪي ڏکن، غربت، بدحالي ۽ پسماندگيءَ جو ذميوار جاگيرداري نظام آھي، پر سنڌ جي تاريخ ۽ اقتصادي، سياسي، سماجي، ثقافتي حالتن ۽ معاملن جو جائزو وٺڻ سان مٿينءَ ڳالھ جو جواب انڪار ۾ ملي ٿو. تنھنڪري ضروري آھي ته ان صورتحال کي سمجھڻ جي لاءِ جاگيرداري نظام کي ان جي تاريخي پس منظر ۾ ڏسجي."

ھن ڪتاب جي شروعات ۾ ليکڪ ٽالپرن جي اقتدار ۾ اچڻ، جاگيرداري سرشتي، محصول جي سرشتي، زرعي پيداوار، ھارين جي زندگيءَ جو معيار، جاگيردار طبقو، برطانوي ۽ پاڪستاني دور ۾ جاگيردارن جي تاريخ وغيره جھڙو مواد سھيڙي ڪتاب کي ٻن حصن، جلد پھرئين ۽ جلد ٻئي کي گڏي ڇپرايو آھي، جيڪي حصا وري مختلف بابن ۽ پاڱن تي مشتمل آھن. ھن ڪتاب ۾ ليکڪ ٽالپر، انگريز ۽ پاڪستان جي دور ۾ جاگيرداري سرشتي تي نظر وجھڻ کان سواءِ ان دور جي وڏن جاگيردارن جو مختصر تعارف به ڏنو آھي. 607 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جو ھي ڪتاب، روشني پبليڪيشن 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آھي، ان جي قيمت 300 روپيا آھي.

**سنڌ ۾ موسيقيءَ جي اوسر (ڪتاب)**: ھيءَ ڪتاب، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي انگريزيءَ ۾ لکيل مقالي جو سنڌي ترجمو آھي، جيڪو ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ ڪيو ھو. ھي مقالو ڊاڪٽر نبي بخش خان

بلوچ. موهن جي دڙي بابت بين الاقوامي سمپوزيم (23- 25 فبروري 1973ع) جي موقعي تي، 'سنڌ لوڪ سنگيت سميلن' لاءِ لکيو هو ۽ ڪتابي صورت ۾ به شايع ڪيو ويو هو. سنڌي موسيقيءَ جي اوسر تي




هي هڪ بنيادي مقالو آهي، جنهن ۾ سنڌي لوڪ سنگيت جو سمورو پسمنظر پيش ڪيو ويو آهي. هن مقالي جو مواد، لائق مصنف، پنهنجن ٻن مقالن: (1) Musical Instruments of The Lower Indus Valley of Sindh (1966), (2) Spanish Canty- Jondo & its Origin in Sindh in Music, Chapter X-VII (1968). تان ورتو آهي.

ڊيمي سائيز جي 90 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شوري، مارچ 2009ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 125 روپيا آهي.

**سنڌ ميوزيم** (Sindh Museum): سنڌ ميوزيم، حيدرآباد ۾ قاسم آباد پرسان نيشنل هاءِ وي تي واقع آهي. هي عجائب گهر 70 واري ڏهاڪي ۾ قائم ٿيو، جنهن جو باني ڊائريڪٽر، چترڪار، مجسمہ ساز



ظفر ڪاظمي هو. هن حيدرآباد کان سواءِ سيوهڻ عجائب گهر، ڀٽ شاهه عجائب گهر جوڙڻ ۾ ڀرپور محنت ڪئي. ظفر ڪاظميءَ پنهنجي تخليقي پورهئي جي ذريعي سنڌ جي ثقافت، سنڌ جي اصلوڪن ماڻهن جهڙوڪ: ربباري، ڀيل، ڪولهي، لوهار، سمات، بلوچ، راجپوت، لوهاڻا ذات وارن ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي ۽ ڪرت کي انتراپالاجيءَ جي سمورن مقرر معيارن موجب پيش ڪيو هو 1979ع ۾ ميوزيم اسٽڊيز لاءِ انگلنڊ پڻ ويو. سندس وفات بعد تدفين به سنڌ ميوزيم جي اڱڻ ۾ ڪئي وئي، پاڪستان حڪومت سندس وفات کان پوءِ ڪيس مجتا طور صدارتي اوارڊ ڏنو.

سنڌ ميوزيم ۾ چار گيلريون ٺاهيل آهن: (1) ارتقا واري دور جي گيلري، (2) تاريخي ماڳن واري گيلري، (3) هنرمندن جي عڪاسي ڪندڙ گيلري، (4) ڪارنر گيلري شامل آهن. سنڌ ميوزيم ڪامپليڪس ۾ اوپن ايئر ميوزيم به جوڙيل آهي، جتي سنڌ جي ڳوٺن جي هوبهو صورت ۾ ڏيکاريل آهن. ان کان سواءِ ڪامپليڪس ۾ ممتاز مرزا جي نالي سان منسوب آڊيٽوريم، ريفرنس لائبريريءَ کان سواءِ نئون شهيد بينظير ڀٽو ٻالن پارڪ به قائم آهي.

**(1) ارتقا واري گيلري:** هن گئلريءَ ۾ پٿر جي دور واري سنڌ ۽ ان جي معدنيات جنهن ۾ سنڌ جي ڇئني ڪنڊن کان ملندڙ هر قسم جو پٿر هٿ ڪري رکيو ويو آهي. ان کانسواءِ هٿان جي پکين ۽ جهنگلي جيوت کي به پنهنجي ماحول ۾ ڏيکاريو ويو آهي. گيلريءَ ۾ ڊائنوسار کان وٺي سنڌ جا قديمي ۽ موجوده دور جا سمورا جانور ڏيکاريل آهن. اهڙيءَ ريت انساني ارتقا واري سفر ۾، غارن ۾ رهڻ کان وٺي پوکيءَ ڪرڻ، هڪ هنڌ تي گهر ٺاهي ويهڻ، کوهہ کوٽڻ ۽ پاڻيءَ جي سرشتي ۽ انساني ارتقائي عمل به سمجهايل آهي.

**(2) قديم ماڳن واري گيلري:** هن گيلريءَ ۾ موهن جي دڙي، آمري، ڪوٽڏيجيءَ ۽ ڪاهوءَ جي دڙي وارا قديم آثار پڻ انتهائي خوبصورت انداز ۾ جوڙيا ويا آهن. جنهن سان ڪنهن به سياح کي سنڌ جا ڄاڻايل قديم ماڳ سمجهڻ ۾ سولائي ٿيندي. ڄاڻ جو اڪثر ماڳ هن وقت ميسارجي چڪا آهن. جهڙيءَ طرح رائيٽ بئنڪ آئوٽ فال ڊرين (آر. بي. او. ڊي) جوڙڻ جي نتيجي ۾، 15 هزار سال ق. م واري قديمي ماڳ آمريءَ جا دڙا ختم ٿي چڪا آهن. پر سنڌ ميوزيم ۾ انهيءَ ماڳ جي اصل شڪل وارو ماڊل ۽ ان ماڳ مان ملندڙ سامان اتي رکيو ويو آهي. ساڳيءَ طرح ٻڌ دور جي اهم ماڳ ڪاهوءَ جي دڙي جي هنڌ تان مٽي کوٽي ماڳ وارو دڙو ئي پٽي ختم ڪيو ويو آهي. انهيءَ ماڳ جي عڪاسي به اصلي انداز ۾ ميوزيم ۾ محفوظ ڪري رکي وئي آهي. اهڙيءَ ريت ڪوٽڏجيءَ وارو ماڳ پڻ خوبصورت انداز ۾ محفوظ ڪيل آهي. اهي محفوظ ڪيل نشانيون ڪنهن به محقق کي ڄاڻايل ماڳن بابت تحقيق ۾ مددگار ثابت ٿي سگهن ٿيون.

**(3) هنرمندن واري گيلري:** سنڌ ميوزيم ۾ سنڌ جي اصلوڪي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي ۽ هنرمندن جي زندگيءَ جي عڪاسي به خوبصورتيءَ سان ڏيکاريل آهي، جتي انهن جا گهر، دڪان، اوطاق ۽ هنرمندي جا سمورا انداز خوبصورتيءَ سان جوڙيا ويا آهن. جن ۾ واڍا، ڪنڀار، لوهار، اجرڪ ٺاهيندڙ ۽ ٻيا هنرمند ڏيکاريل آهن. ان کانسواءِ مختلف نسلن جو ڏيک ڏيندڙ مجسمن جو لباس ۽ زيور انتهائي خوبصورتيءَ سان پيش ڪيل آهي، جن ۾ سماٽ عورت جو لباس ۽ زيور، بلوچ عورت جي لباس ۽ زيورن جا قسم، ٿر جي عورت، ربباري عورت جي ٽڪن واري ڀريل چُني وغيره شامل آهي. گيلريءَ ۾ ڏيکاريل سنڌي ڳوٺاڻو گهر، رڌڻو ۽ ان ۾ رکيل سامان پڻ ثقافتي ابياس جي شاگردن لاءِ مددگار آهي.

**(4) ڪارنر گيلري:** ڪارنر گئلريءَ ۾ مختلف عالمن، اديبن، سياستدانن جي تصويرن ۽ سندن ذاتي استعمال جي شين کي محفوظ ڪري رکيو

ويو آهي. ان کان سواءِ اوپن ميوزم وارو حصو، جتي سنڌي ڳوٺ جو ماڊل جوڙيو ويو آهي. انهيءَ ڳوٺاڻيءَ سنڌ ۾ ڪوهه تي جڙيل نار ۽ هرلو پڻ اصلي ماحول واري انداز ۾ ڊيڪاريل آهن. جيڪي ميوزيم گهمڻ لاءِ ايندڙن لاءِ وڏي دلچسپيءَ جو سبب آهن. اهڙيءَ طرح سنڌي ڳوٺ ۾ هڪ لانديءَ واري انداز ۾ اوطاق جوڙيل آهي ۽ ٿري ثقافت وارو چونري نما گهر پڻ انهيءَ ڳوٺ ۾ جوڙيل آهي. انهيءَ ڳوٺ ۾ جنديِ، ڪاشي، چڪ تي ڪم ڪندڙ ڪنيار، گربيءَ ڪاڌي وارا آڏاڻا ڊيڪاريل آهن. جن ۾ اهي هنرمند ڪم ڪندي نظر ايندا آهن. سنڌ ميوزيم ڪي گهمڻ سان سڄي سنڌ گهمڻ جو احساس ٿئي ٿو. ميوزيم جي هر گيلريءَ ۾ ثقافت ۽ تاريخ جي چٽي عڪاسي نظر اچي ٿي.

**سَنڌن جو سُور** (Arthritis): هي لفظ Arthritis يوناني ٻوليءَ جو آهي، جنهن جو اشتقاق آهي: Arthro = سنڌ (Joints) + = It is سور، سورج ۽ ساڙو (Inflammation)، جنهن کي سنڌ ۾ عام طور ’سنڌن جو وائي بادي سور‘ بہ چئبو آهي. بنيادي طرح هيءَ بيماري انسان جي سنڌن جي ڳنڍيندڙ اوجن (Connective Tissues) جي تباهي ٿيندي آهي.

**(الف) بيماريءَ جون ظاهري علامتون (Clinical Symptoms)**: سنڌن جي سور جي بيماريءَ ۾ هڪ يا هڪ کان وڌيڪ (ننڍا توڙي وڏا) سنڌ هڪ ئي وقت بيماريءَ ۾ ورتل هوندا آهن. جن ۾ هيٺيون مُک بيماريءَ جون علامتون موجود هونديون آهن.

(i) بيماريءَ هيٺ آيل سنڌن ۾ سُور سوج ۽ باهه (Inflammation) هوندي آهي، جيڪا هن بيماريءَ جي بنيادي علامت آهي.

(ii) بيماريءَ هيٺ آيل سنڌُ يا سنڌ يا ان جي چمڙي گرم، ڳاڙهي ۽ (ڪن حالتن ۾) سخت ٿي پوندي آهي.

(iii) هيءَ بيماري پراڻي (Chronic) ٿي وڃي يا ان جو حملو ڀرپور هجي تہ تڪليف هيٺ آيل سنڌُ/ سنڌن ۾ زوردار سور ساڻ گڏ مريض جي سنڌُ/ سنڌن مان قدرتي لچڪ (Flexibility) ختم ٿي ويندي آهي، جنهن جو سبب سنڌن ۾ موجود سنڌن جو قدرتي سٽيپ (Synovia) گهٽ ٿيڻ يا بلڪل نہ ٿيڻ ڪري سنڌُ سخت (Stiff) ٿي ويندا آهن. تنهنڪري مريض آسانيءَ سان چرپر ڪري ناهي سگهندو.

(iv) مريض هر وقت سنڌ/سنڌن ۾ سور جي دانهن (Complaint) ڪندو آهي، جنهنڪري بيماريءَ هيٺ آيل سنڌ/سنڌن ۽ ان جي آس پاس جون مشڪون (Muscles) ڪمزور ٿي وينديون آهن.

(v) مرض جڏهن گهڻو پراڻو ٿي ويندو آهي تہ مريض جا هٿ پير سور سبب يا سختيءَ سبب يا وري هٿن پيرن جي مشڪن جي ڪمزوريءَ سبب ڪم ڪار/ هلڻ گهمڻ ڦرڻ جي لائق نہ رهندا آهن. مريض هٿن ۾ ڪا بہ شيءِ جهلي نہ سگهندو آهي ۽ سڌو هلي بہ نہ سگهندو آهي يا وري ٽاڻڙبو رهندو آهي.

(vi) مرض جڏهن پراڻو ٿئي يا بيماريءَ جو حملو ڀرپور هوندو آهي تہ تڪليف هيٺ آيل سنڌُ/سنڌ، ڳاموڙجي سخت ٿي ويندا آهن ۽ ڪم ڪار لائق ناهن رهندا، خاص ڪري هٿن، گوڏن ۽ پيرن جي مُرن/ ۽ ڪڙين تي وڏو اثر ٿيندو آهي. انهن ۾ چرپر ۾ ڏکيائي ٿيندي آهي يا وري چرپر جي لائق نہ رهندا آهن. نتيجي طور ڪڏهن مريض بستري پيڙو ٿي ويندو آهي.

(vii) مريض هر وقت ٿڪل (Tired)، سست، ڪاهل ۽ نستو (Prostrate) ٿي ويندو آهي.

(viii) مريض جو وزن (Weight) گهٽجي ويندو آهي.

(ix) سُور ۽ سَنڌن ۾ چڪ/آڪڙ جي ڪري مريض جي ننڊ ڦٽي (Insominia) ويندي آهي.

**(ب) بيماريءَ جا قسم، سبب ۽ علامتون (Types, Causes Clinical Symptoms)**: بہ سَؤ کن اهڙيون بيماريون آهن، جن جي ڪري سنڌن جي ڳنڍيندڙ اوجن (Connective Tissues) ۾ تباهي ايندي آهي، نتيجي طور سنڌن جي هيءَ بيماري ٿيندي آهي. سنڌن جي سور جا لڳ ڀڳ سؤ کن قسم ٿين ٿا، جن مان ڪجهه مکيہ سندن سببن سميت هيٺ ڏجن ٿا:

(1) Acute Arthritis: هن قسم جو سنڌن جو سور، ڪنهن روڳي بيماريءَ (Infective Disease) سبب يا ڏڪ لڳڻ يا حادثي ۾ زخمي ٿيڻ (Traumatic Injury) ڪري ٿيندو آهي، جو تہ سنڌن جي وچ يا چوڌرف ڪرٽا هڏا (Cartilages) ڦاٽي/ڏري پوندا آهن، جنهنڪري تڪليف هيٺ آيل سنڌن جي چوڌاري سور ۽ سوج (ساڙي Inflammation) ساڻ گڏ چمڙي ڳاڙهي ۽ گرم ٿي پوندي آهي.

(2) Acute Gouty Arthritis: هن قسم جو سنڌن جو سُور رت ۾ يوُرڪ ائسڊ (Uric Acid) وڌي وڃڻ ڪري ننڍن سنڌن خاص ڪري هٿن جي آڱرين جي سنڌن (ڳُرين) ۽ پيرن جي مُرن/ڪڙين جي سنڌن (هڏن) ۾ سور ٿيندو آهي، جنهنڪري هٿن جون آڱريون (خاص ڪري صبح جي وقت) آڪڙجي ۽ سڄي پونديون آهن. پيرن جي ڪڙين ۾ سور سبب مريض پٽ تي پير ڪوڙي نہ سگهندو آهي ۽ منڊڪائي هلندو آهي. هن قسم جو سنڌن جو سور جڏهن پراڻو ٿيندو آهي تہ سنڌن جي هڏن ۾ تباهي ايندي آهي (سنڌن جا هڏا يُري پوندا آهن) ان ڪانسواءِ يورڪ ائسڊ وڌي وڃڻ ڪري ٻُڪين (Kidneys) کي بہ نقصان پهچندو آهي، ۽ انهن ۾ يوريٽس (Urates) جون پٿريون ٺهنديون آهن.

(3) Acute Rhevmatic Arthritis: هن قسم جي سنڌن جو سور ۽ سوج، سنڌن جي گهڻين تڪليفن ۽ بخار (Fever) سان گڏ ٿيندو آهي.

(4) Bacterial Arthritis: هن قسم جي سنڌن جو سور ڪيترن قسمن جي روڳي جيوڙن جهڙوڪ: (i) Streptococcus aureus، (ii) Streptococcus Pyogens، (iii) Streptococcus Pneumonae ۽ (iv) Neisseria Gonorrhoeae ذريعي جهلين (Synovial Membranes) ۾ داخل ٿي گند پيدا ڪرڻ ڪانپوءِ ٿيندو آهي. هن قسم جي سنڌن جي سور کي Pyoarthritis, Septic Arthritis ۽ Suppurative Arthritis بہ چئبو آهي.

(5) Chronic villous arthritis: هن قسم جو سنڌن جو سور سنڌن جي سٽيپ پيدا ڪندڙ جهلين/ پردن (Synovial Membrances) ۾ ريشيدار

غير طبعي واڌ (Villous Out Growth) سبب ٿيندو آهي. هن ريشيدار غير طبعي واڌ سبب سنڌن ۾ خشڪي (Dryness) پيدا ٿيندي آهي، جنهنڪري سنڌ آسانيءَ سان مُڙي نه سگهندا آهن ۽ انهن کي موڙڻ/ وراڻڻ وقت سور سان گڏ ٺڪاءَ ۽ ٺڙڪاٽن جو آواز نڪرندو آهي. سنڌن جي خشڪيءَ جي هن ڪيفيت کي 'Dry Joints' چئبو آهي.

(6) **Gonococcal Arthritis:** هن قسم جو سنڌن جو سور پرميل (گنوريا) جي بيماريءَ ڪري ٿيندو آهي، جنهنڪري مريض جي سنڌن ۾ سور ساڻ گڏ چمڙيءَ تي ڳاڙها نشان (Erythematous) ٿي پوندا آهن. هن قسم جي سنڌن جي سور کي Gonorrheal Arthritic پڻ چئبو آهي.

(7) **Hemophilic Arthritis:** هن قسم جو سنڌن جو سُور سنڌن جي جوڙ/ خال (Cavity) ۾ رت پرجي وڃڻ ڪري ٿيندو آهي.

(8) **Juvenile Arthritis:** هن قسم جو سنڌن جو سُور اڪثر ٻارن کي ٿيندو آهي. هن مرض ۾ هڪ يا هڪ کان وڌيڪ سنڌ تڪليف ۾ ورتل هوندا آهن، تنهنڪري سنڌن ۾ سوڄ، ڏوکو ۽ سهپ کان وڌيڪ سور ٿيندو آهي، جنهن سان مريض کي بخار به ٿيندو آهي. هن بيماريءَ جي اثر ڪري (خاص ڪري ان وقت جڏهن مرض ڪُهنو/پراڻو ٿي وڃي ته ٻار جي واڌ ويجهه Growth هڪ هنڌ بيهي ويندي آهي ۽ ٻار جامڙا (Dwarfish) ٿي ويندا آهن. هن جون علامتون هيٺيون آهن:

(i) ٻار جي منهن ۽ سڄي بدن تي هيڪڙ ٻيڪڙ ڳاڙها ريڙ (Rashes) ٿيندا آهن، (II) مريض (ٻارَ) جي تري ۽ جيرو وڏي ويندا آهن، (III) ٻارَ جون ڪَليون ۽ لُعابي غدود وڏي ويندا آهن ۽ (IV) ٻارَ ۾ رت جي گهٽتائي (Anaemia) ٿي ويندي آهي.

(9) **Lupus Arthritis:** چمڙيءَ جي سلهه جي ڪيترين بيمارين، جهڙوڪ: Lupus Erythematosus (LE) جي بيماريءَ ۾ سنڌن جي سور سان گڏ مهڙ ۾، منهن، نڪ ۽ ڳلن تي ڳاڙهي رنگ جا ريڙ ٿيندا آهن، جن جي مٿان ڇلر (Scales) ڄمندا آهن. اڳتي هلي جڏهن هيءَ بيماري ڪُهني ٿيندي آهي ته مريض جي ٻُڪين، دماغ، دل ۽ ڦڦڙن کي نقصان پهچائي ناقص ڪري وجهندي آهي.

(10) **Menopausal Arthritis:** هن قسم جو سنڌن جو سور عورتن کي تڏهن ٿيندو آهي، جڏهن اهي پنهنجي عمر جي ان حصي ۾ پهچنديون آهن، جڏهن سندن حيض (ماهواريءَ) جو سلسلو هميشه بند ٿي ويندو آهي، جنهنڪري ٻيجڙيون (Overies) مادري ٻيجو (Egg Cell/Ovum) ڻاهڻ بند ڪري ڇڏينديون آهن (عورت ٻار ڄڻڻ لائق نه رهندي آهي. هن عورت جي عمر 45 سالن کان 55 سالن جي وچ ۾ هوندي آهي). حيض نه اچڻ ڪري عورتن کي ننين سنڌن (آڱرين جي سنڌن، ڪرائي، پير جي مُرن ۽ ڪڙين ۾)، چيلهه، ڪلهن، ٺونئين ۽ گوڏن جي سَنڌن ۾ سُور ٿيندو آهي. نه رڳو ايترو، پر جن عورتن کي جوانيءَ کان وٺي دائمي حيض بند ٿيڻ تائين وچ واري عرصي دوران جيڪڏهن حيض کُليءَ طرح نه اچي، دبجي وڃي يا ان ۾ ڪا خرابي ٿئي ته انهن عورتن ۾ سنڌن جي سُور جون اهي سڀ تڪليفون ٿي پونديون آهن، جيڪي مٿي بيان ڪيون ويون آهن. جيڪڏهن حيض جي تڪليف ۾ ورتل عورتن جو خاطر خواهه علاج نه ٿيندو ته اهي عورتون سڄي سڄي عمر زنانين بيمارين سان گڏ سَنڌن جي سُور ۾ گذارينديون آهن.

(11) **Mutilans Arthritis:** هن قسم جي سنڌن جو سور سنڌن ۾ موجود ڪُرڙين هڏن (Cartilages) ۾ تباهيءَ (Destru Ction) جي ڪري ٿيندو آهي.

(12) **Osteo Arthritis:** هن قسم جي سور هر قسم جي سنڌن جي سورن ۾ وڌ کان وڌ ٿئي ٿو. هن سُور ۾ اڪثر وڏا سنڌ جهڙوڪ: پٺيءَ جو ڪنڊو (ڪرنگهو Spine) ٻنڊڻ ۽ گوڏا بيماريءَ ۾ وٺبا آهن. يعني جن سنڌن تي جسم جو وزن هوندو آهي. سي متاثر ٿيندا آهن. اهوئي سبب آهي ته هن بيماريءَ کي Weight Bearing Joints Disease چوندا آهن. پٺيءَ جي ڪنڊي ۾ جڏهن هن بيماريءَ سبب سُور پوندو آهي ته اهو يا ته ڪنڌ وارن سَنڌ جي مهرن Cervical Vertebrae وٽ يا وري چيلهه جي مُهرن Lumbar Vertebrae ۾ ٿيندو آهي. ڪنڌ جي سنڌن ۾ سور ڪري ٻانهون ساٽيون ٿي پونديون آهن، جڏهن ته چيلهه جي مُهرن ۾ سُور پوڻ ڪري ٽنگون ساٽيون ۽ ڪمزور ٿي وينديون آهن. جيڪڏهن بيماري چوٽ چڙهي ويندي آهي ته پوءِ ننڍين سنڌن ڏي به سور وڌندو آهي، جنهنڪري مريض جا ڪلها، هٿن جون آڱريون، سنڌ، ڪرايون، ٺونئيون، پيرن جا مُريا ۽ ڪڙين جا سنڌ سور ۾ وٺجي ويندا آهن. هن قسم جو سنڌن جو سُور اڌ وهيءَ ۽ ان کان مٿي يا وڏيءَ عمر ۾ ٿيندو آهي. مردن جي مقابلي ۾ عورتن کي وڌيڪ (عدد ۾) ٿيندو آهي.

(I) سنڌن ۾ سُور سوڄ (ساڙو Inflammation) هوندي آهي.

(II) سور واري سنڌ جي چمڙي ڳاڙهي ۽ گرم محسوس ٿيندي آهي. بيماريءَ جي زور سبب سنڌ کي هٿ لائبو ته باهه وانگي ٻرندو.

(III) بيماريءَ هيٺ آيل سنڌ مان ٺڙڪاٽ (ٺڪاءَ) نڪرندا آهن.

(IV) گهمڻ ڦرڻ کانپوءِ ويهڻ يا سمهڻ تي بيماريءَ هيٺ آيل سنڌ اڪڙ جي (Ankylosis) سخت ٿي ويندا آهن.

(V) ٿوري يا گهٽي ڪم ڪار ڪرڻ تي، هلڻ گهمڻ ۽ جهڪڻ تي سور وارن سنڌن، خاص ڪري ڪرنگهي ۽ چيلهه ۾ سور وڌي ويندو آهي.

**بيماري جا سبب (Aetiology):** بنيادي طرح هيءَ سنڌن جي ڳنڍيندڙ اوجن ۾ تباهيءَ جي ڪري ٿيندي آهي، پر ان سان گڏ ٻيا به هيٺيان سبب آهن، جيڪي هن قسم جي سنڌن جي سور جا سبب بڻجن ٿا:

(I) سنڌن جي وچ ۾ يا سندن چوطرف ڪُرڙين هڏن (Cartilages) جي ڦاٽي پوڻ، ڳري پوڻ (Necrosis) يا ڌڪ لڳڻ ڪري سَنڌ ڦٽجي پون (Traumatic Injury) سان ڪرڙين هڏن ۾ بگاڙ ٿي پوي.

(II) ٻن سامهون وارن سنڌن جي ڪرڙين هڏن ۾ تباهي/بگاڙ اچڻ ڪري سنڌ هڪ ٻئي ۾ گسندا آهن (جيئن ڍڪڻيءَ/گوڏن جا هڏا هڪ ٻئي ۾ گسندا آهن) ته اهڙي حالت ۾ سنڌن ۾ سور سان گڏ سنڌن مان ٺڙڪاٽ (ٺڪاءَ) نڪرندا آهن.

(III) ڪنهن ڌڪ لڳڻ ڪري سنڌ پچي/ٽٽي پون ۽ سنڌن جا پڳل حصا هڪ ٻئي ۾ اندر هليي وڃڻ ڪري سنڌن ۾ سور ٿئي ٿو.

(IV) پيريءَ سبب يا هڏن ۾ ڪمزوريءَ جي ڪري سنڌن جا منهن وارا حصا (هڏا) پرڻ سان سنڌن ۾ سُور ٿيندو آهي.

ان ڪانسواءِ دماغي ڪم ڪرڻ لاءِ گهٽي ويهڪ ڪرڻ ڪري ماڻهون پُٺي جي ڪنڊ/چيلهه جي سنڌن جي سور ۾ وٺجي ويندا آهن. هن قسم جي سنڌن جي سور کي Degenrative Arthritis به چئبو آهي.

(13) Psoriatic Arthritis: هن قسم جو سنڌن جو سور چمڙيءَ جي مهلڪ بيماري سورياسس (Psoriasis) جي ڪري ٿيندو آهي. سورياسس جي سمورن قسمن ۾ جيڪڏهن وڏن سنڌن ۾ سور نه هوندو آهي ته به ننڍن سنڌن ۾ ضرور سور ٿيندو آهي.

(14) Rhevmatic Arthritic: هن قسم جي سنڌن جو سور سپ ڪان وڌيڪ ٻئي نمبر تي ٿيندو آهي. هي سنڌن جو سور تڏهن ٿيندو آهي، جڏهن ماڻهوءَ جو خود قدرتي بچاءَ وارو نظام (Immune System) سندس سنڌن جي ڳنڍيندڙ اوجن (Connective Tissues) تي حملو ڪري سنڌن جي سٽيي استر پردن Synovial Linings ۾ سور ۽ سوج In Flamation ڪري وجهندو آهي. سنڌن جي هيءَ بيماري ننڍن سنڌن ۾ ٿيندي آهي ۽ ويهن سالن جي عمر ۽ ان ڪان مٿي ٿيندي آهي.

**بيماري ٿيڻ سبب Aetiology:** سنڌن جي هيءَ بيماري خود ماڻهو جي قدرتي بچاءَ جي نظام پاران سندس سنڌن جي ڳنڍيندڙ اوجن تي حملو ڪري سنڌن ۾ موجود سٽيي استر/پردي کي ناقص بڻائي ڇڏيندو آهي تنهن ڪري سنڌن ۾ موجود سٽيي (Synovia) ٺهڻ گهٽ يا بند ٿي ويندو آهي. جنهن جي ڪري سنڌن ۾ خشڪي (Dryness) ٿيندي آهي، نتيجي طور سَنڌ آڪڙجي (Ankylosis) سخت ٿي پوندا آهن مريض سنڌن جي سُور ۾ وٺجي ويندو آهي ۽ گهمڻ ڦرڻ کان لاچار ٿي ويندو آهي.

**بيماريءَ جون علامتون Clinical Systoms:**

(I) هن قسم جو سنڌن جو سور سدائين ننڍن سَنڌن ۾ پوندو آهي، جيئن هٿن جي آڱرين جا سنڌ، ڪرائي، ٺونٺ، ڍڪٽي (گوڏا)، مُريا/ڪڙين جا سنڌ وغيره.

(II) هن قسم جو سنڌن جو سور صبح جي وقت سنڌن ۾ آڪڙ سان پوندو آهي، جيڪو ڏڌ تي اچا به وڌي ويندو آهي.

(III) سنڌن ۾ سور، سختي (آڪڙ) سوج، ٻاڙهاڻ ۽ باهه ٿي پوندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن سنڌن ۾ ايتري باهه هوندي آهي، جو مريض کي ته محسوس ٿيندي آهي، پر ٻئي ماڻهوءَ کي به هٿ لائڻ سان محسوس ٿيندي آهي.

(IV) مرض پراڻو ٿي وڃي ته سنڌن جي شڪل ۽ بيهڪ (Structure) ڦري ويندي آهي، تنهنڪري عام رواجي چرپر ۾ به ڏکيائي ٿيندي آهي.

**(15) Tuberculosis Arthritis:** هن قسم جو سنڌن جو سُور خاص ڪري هڏن جي سلهه ۾ ان وقت ٿيندو آهي جڏهن سلهه جي بيماري پراڻي ٿي مريض جي هڏن ۾ گهر ڪري ويندي آهي ۽ هڏن ۾ ڳاراڻو ٿيندو آهي. جڏهن تڪليف هيٺ آيل هڏي ۾ سُور وڌي ويندو آهي ته اهو سور هڏن جي سنڌن ۾ پوندو آهي.

**(ب) بيماريءَ جي تشخيص (Diagnosis):** هن بيماريءَ جي تشخيص بيماريءَ جي ظاهري علامتن مان ٿيندي آهي، ان هوندي به مختلف ٽيسٽن، ايڪسري ۽ تابڪاري ٽيسٽن Radiological Tests مان بيماري جي اضافي ڄاڻ ملندي آهي. هتي صرف ٻن قسمن جي سنڌن جي سور جي قسمن جي سڃاڻپ لاءِ مثال ڏجي ٿو:

**(1) Osteo Arthritis:** هن قسم جو سنڌن جو سور وڏن سنڌن ڪرنگهي (پٺيءَ جي ڪنڊ Spine) ٻنڊڻ ۽ ڪڏهن ڪڏهن بيماري وڌي وڃڻ تي هٿن جي آڱرين جي سنڌن ۾ به پوندو آهي. ليبارٽري ٽيسٽ مطابق E.S.R نارمل هوندي آهي ۽ تابڪاري شعاعن جي ٽيسٽ مطابق تڪليف هيٺ آيل سنڌن جي پاڻ ۾ وچوٽي (Space) سوڙهي (Narrow) هوندي آهي.

**(2) Rheumatic Arthritic:** هن قسم جي سنڌن جو سور ننڍن سنڌن، هٿن پيرن جي آڱرين جي سنڌن، ڪرائين، ٺونٺن، مرين ۽ ڪڙين جي سنڌن ۾ پوندو آهي. ليبارٽري ٽيسٽ مطابق E.S.R وڌيل هوندي آهي ۽ مريض کي رت جي گهٽتائي Anaemia هوندي آهي، جڏهن ته تابڪاري شعاعن جي ٽيسٽ مطابق تڪليف هيٺ آيل سَنڌن جي پاڻ ۾ وچوٽي سوڙهي (گهٽ) هوندي آهي ۽ هڏن جون چوٽيون (منهن) ڪاٽي (Erosion) ويندڙيون آهن.

**سنڌو** (ذات): هي اصل ۾ سنڌ والا سڏجن ٿا، جيڪي مگڻهار آهن ۽ دهل وڄائين. هن ذات وارا هندستان ۾ آباد آهن. راماڻ ۽ مهاڀارت جي بيانن کي عام ماڻهن جي ميڙ ۾ اداڪاريءَ سان ڏيکاريندا آهن، جيڪو سندن پيشو آهي. هن ذات وارن کي گهٽ رتبي واري ذات ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. هنديءَ ۾ دهل وڄائڻ کي سنڌو چون، جنهن تان هن ذات وارن تي اهو نالو پيو. هنن جي اڪثريت پورهيو ڪري ٿي. ٽرائيبس ۽ ڪاسٽس جي ليکڪ ايس.اي چنا ذڪر آندو آهي ته هنن مان اڪثر ماڻهو پورهيو ڪري پيٽ گذر ڪن ٿا. پوليس آفيسرن ۽ مئجسٽريٽس وٽ هنن جو گهٽو تعداد گهريلو ڪم ڪار ڪندي ڏٺو ويو. هيٺين ذات مان هجڻ سبب کين سماج اندر ڪو خاص رتبو مليل ڪو نه آهي. وڏي ذات وارن توڙي آفيسرن پاران ساڻن روا رکيل روين کي روڪڻ جو وٽن ڪو اختيار ڪو نه آهي. هيءَ قبيلو هندستان جي شهر امرتسر ۽ پاڪستان جي لاهور ۾ رهائش پذير آهي. هي اصل ۾ جٽ قبيلي منجهان آهن. امرتسر ۽ لاهور سميت ستلج ندي ۽ امبالا جي پهاڙي سلسلن کان اوپر ۾ سيالڪوٽ ۽ گجرانوالا طرف اوپر تائين به هن قبيلي وارا آباد آهن. هنن موجب ته هي اصل ۾ راجپوت نسل جي رگهوبنسي شاخ مان رام چندر جو اولاد آهن ۽ سندن اصلوڪو مسڪن ايوڌيا هو. هنن موجب ته سندن ابا ڏاڏا محمود غزنويءَ سان 13 صدي عيسويءَ ڌاري افغانستان مان هندستان ۾ اچي آباد ٿيا.

فيروز شاهه جي زماني ۾ هي لاهور جي ويجهو منجها ۾ آباد ٿيا. جالندر ۾ رهندڙ سنڌو قبيلي وارن جو چوڻ آهي ته هي ڏکڻ جي طرف کان ٽي صديون اڳ ۾ اچي منجها ۾ رهيا. جڏهن پناڻن منجها جي راجپوتن تي ڪاهيو ته ان ڪان ٿورو پوءِ ٿي هنن پهرين امرتسر ۽ بعد ۾ جالندر ۾ اچي رهائش اختيار ڪئي. هن قبيلي بابت انگريز ليکڪ سر ليپل گرفن ڄاڻايو آهي ته هنن جي اصلوڪي رهائش اتر اولهندو راجپوتانا وارو هنڌ آهي. هنن جون ريتون رسمون ۽ ساٺ سنوڻ سنڌي جتن سان ملندڙ آهي. هي ڪالا مهر ۽ ڪالا پيرجا مڃندڙ آهن. هنن جي اهم ۽ وڏي بزرگ جو مقبرو، درگاهه ٽاٽي سترا سيالڪوٽ ۾ آهي. اي. ڊي ميڪلئيگن 'انسائيڪلو پيڊيا آف ڪاسٽس' ۾ لکيو آهي ته هي سورج ونشي راجپوتن جي رگهو ونشي شاخ مان آهن. سندن چوڻ موجب محمود غزنوي سندن ڪنهن وڏي کي پاڻ سان وٺي ويو هو ۽ فيروز شاهه جي وقت هتي تيرهين صدي عيسوي ۾ هو افغانستان ڪان واپس آيا ۽ لاهور جي قريب مانجها نالي ڳوٺ ۾ آباد ٿيا.

**سنڌو** (روزاني اخبار): عبرت گروپ آف پبليڪيشنز پاران گاڏي کاتي حيدرآباد مان روزاني 'سنڌو' اخبار آڪٽوبر 1990ع ۾ شايع ڪئي وئي جيڪا شام واري اخبار طور جاري ڪئي وئي. ان جو پهريون ايڊيٽر




عبدالغفور ڪريمي عرف اي جي سنڌي هو، جيڪو 2000ع تائين ايڊيٽر رهيو. روزاني سنڌوءَ جي قيمت شروعاتي ڪجهه ڏهاڙن تائين هڪ رپيو رکي وئي، جنهنڪري اخبار عام ماڻهن تائين گهٽي پهچ حاصل ڪري وئي، جنهن ڪانپوءِ ان جي قيمت وڌائي ڏيڍ رپيو ۽ رنگين ايڊيشن شايع ڪرڻ واري ڏينهن ٻه رپيا رکي وئي، جڏهن ته مارچ 1991ع ۾ ان جي قيمت ٻه رپيا ۽ رنگين ايڊيشن واري ڏينهن 3 رپيا مقرر ڪئي وئي. روزاني سنڌو کي 16 ڊسمبر 1992ع کان صبح واري (مارننگ) اخبار طور جاري ڪيو ويو ۽ ڪجهه عرص ڪانپوءِ ان جي قيمت 4 رپيا ڪئي وئي. روزاني 'سنڌوءَ' ۾ اي. جي. چانديو، اظهار سومرو، غلام قادر ميمڻ ۽ ٻيا مختلف وقتن تي نيوز ايڊيٽر رهيا، جڏهن ته اي. جي سنڌي، عبرت گروپ سان ڪاروباري وابستگيون ختم ڪري ويو، جنهن ڪانپوءِ خالد ڪوکر کي روزاني سنڌوءَ جو ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو، جيڪو هن وقت تائين ايڊيٽر طور خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي. هن اخبار جو چيف ايڊيٽر قاضي اسد عابد آهي، جڏهن ته نظام مگسي نيوز ايڊيٽر جون ذميواريون نڀائي رهيو آهي.

**سنڌو** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي برک ليکڪا سندري اتمچندانڻيءَ جي ڏهن ننڍن ناٽڪن (وڻجارو، گل ۽ ڪنڊا، ساهيڙي، سنڌو، نئين ڪنوار، اساٽ، دل جي ڏي وٺ، ٽڙق، املهه ماڻڪن جو واپار، ڪرندڙ ديوارون) تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ سندريءَ جا 1957ع کان 2000ع تائين لکيل ناٽڪ شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ اي. جي اتم جو لکيل آهي.



سندري اتمچنداڻي

ڪرائون سائيز جي 128 صفحن تي مشتمل هي ناٽڪن جو ڪتاب نئين دنيا پبليڪيشن ممبئي 2000ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو، ان جي قيمت 60 روپيا آهي.

**سنڌو** (رسالو): ماهوار سنڌو رسالو، جنهن جو اجراءُ پهرين جنوري 1932ع تي سنڌي ادب جي رکوال ۽ خدمتگذار مسٽر بولچند وسومل راجپال شڪارپور مان ڪيو. هي رسالو شيام سندر پرنٽنگ پريس شڪارپور مان ڇپيو. هن صاحب پهرئين رسالي ۾ ڄاڻايو آهي ته انگريزي جو 'ماڊرن رويو' هنديءَ جا 'چاند'، 'سرسوتي'، 'ماڌوري' ۽ اردوءَ جو 'همايون' رسالا پڙهندو هئس، جن متاثر ڪيو ته سنڌي ٻوليءَ جي شيوا ڪنهن ادبي رسالي جي آڌار تي ڪجي. انهن مڙني رسالن کي آڏو رکي، بولچند 'سنڌو' جاري ڪيو، جنهن ۾ انهن مشهور رسالن جهڙيون خوبيون موجود رکيائين. مسٽر بولچند جي ان عمل تي ساڌو واسواڻي، ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي، منوهر داس ۽ ٻين سرهائيءَ جو اظهار ڪيو ۽ سندس اخلاقي توڙي علمي حمايت ڪئي. رسالي جي شايع ٿيڻ جي ڪجهه عرصي ۾ سرڪيوليشن وڏي اوج کي رسي.

مرزا نادر بيگ، فرنٽيئر گزيٽ، شيوڪ موٽواڻي سميت 'سنڌ آبزرور' جي ايڊيٽوريل صفحي، هن رسالي جي شايع ٿيڻ کي سنڌي ٻوليءَ جي بهترين خدمت قرار ڏنو.

سنڌو رسالي سنڌي ادب ۾ گهڻ موضوعاتي فهم ۽ فڪر تي لکڻ لاءِ چڻ هڪ تحريڪ برپا ڪئي، ان ۾ مسٽر بولچند جو نهايت ئي اهم ڪردار هو، جنهن هڪ ٿي وقت جتي سنڌ جي سماجي، ادبي، علمي حالتن پٽاندر رسالو سهيڙيو، اتي انگريزي، هندي، گجراتي ادب جو گهرو مطالعو ڪندي سنڌي ادب کي ان سان مانوس ڪيو. مسٽر بولچند هن رسالي کي ڪمائيءَ جي بجاءِ نج ٻوليءَ جي خدمت ڪرڻ واري خيال کان هلايو.

هن صاحب رسالي جي اشاعت سميت 'ادار سنڌ' نالي فورم قائم ڪيو ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ترقي، ترويج ۽ اشاعت لاءِ قابل قدر خدمتون سرانجام ڏنيون. سنڌوءَ جي پهرين پرچي جي اشاعت کان پوءِ ٿوري ئي عرصي ۾ هن سنڌي ساهت سميلن جو سڏ ڏنو سنڌ جي اديبن، دانشورن، ليکڪن ۽ ودوان عالمن سان رابطي ۾ رهيو.

اهڙيءَ ريت پهرين ساهت سميلين 15 اپريل 1933ع تي شڪارپور ۾ ٿي. ان جي صدارت هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ ڪي ڪرڻي هئي، پر پٽ جي اوچتي ناچاڪي سبب هو ممبئي هليو ويو، جنهن جي جاءِ تي چيئمل پرسرام گلراجاڻيءَ ڪانفرنس جي صدارت ڪئي. هن ڪانفرنس ۾ مخصوص تدبيرون جوڙيون ويون ۽ طئه ٿيو ته:

(1) سنڌي ساهت سڀا کي پڪي پايي تي بيهارڻ لاءِ باترتيب انتظام تشڪيل ڏجي.

(2) سنڌي لائبرري ٺهڻ گهرجي.

(3) سستو ساهت منڊل برپا ڪجي.

(4) تحقيق لاءِ ڪاميٽيون ٺاهڻ، جيڪي سمورو سال تحقيق ڪن ۽ هر سال سنڌي سميلن ۾ اهي پيش ڪن.

(5) سنڌي ساهت سميلين هر سال منعقد ڪئي ويندي.

سنڌو رسالو پهرين شيام سندر پرنٽنگ پريس لکي در مان شايع ٿيندو هو. مسٽر بولچند راجپال هي پرنٽنگ پريس سڪ پل روڊ تي قائم ڪري اتان رسالو ڪيڍڻ شروع ڪيو.

1935ع ۾ سنڌو رسالي جي آفيس ان پرنٽنگ پريس مان منتقل ڪري سيٺ نارائڻ داس بجاج جي جاءِ ۾ آندي وئي، جيڪا لکي در جي اوپر ۾ پراڻي فوجداريءَ جي سامهون هئي. 1934ع ۾ هن رسالي لاءِ بولچند صاحب مالي گهوٽالي جو ذڪر ڪيو آهي. هوندي به 'سنڌو رسالو' هن ودوان شخص جي ذاتي خدمت جو نتيجو هو. ٻن سالن ۾ هن صاحب بنا ڪنهن فائدي ڪٽڻ جي ٽي هزار رپيا رسالي جي اشاعت تي خرچ ڪيا. ان دوران سنڌي جنتا کي رسالي جي مالي سهڪار لاءِ اپيلون لکيون ويون.

مارچ 1935ع ۾ پروفيسر شيوارام ڦيرواڻيءَ سنڌو رسالو اسڪولن لاءِ خريدڻ جي منظوري ڏئي جڻ هن رسالي جي زندگيءَ ۾ روح ڦوڪيو ۽ وري هيٺران ئي اوج سان رسالي جو اجراءُ ٿيو. ان عمل سان تعليم جي ميدان ۾ رسالي جون خدمتون ساراهڻ جوڳيون هيون. 1935ع ۾ رسالي جي آفيس ميان جي ڳوٺ منتقل ڪئي وئي ۽ اتان رسالي جي اشاعت ٿيندي رهي. 1936ع ۾ ساهتيه ڪانفرنس ۾ رسالي سميت ان جي اجراءُ ڪندڙ مسٽر بولچند جي ساراهه ڪئي وئي.

1939ع ڌاري رسالي جي آفيس جيڪب آباد منتقل ڪئي وئي. راجپال پرنٽنگ پريس، جنهن مان سنڌو جي اشاعت ٿيندي هئي، ان پريس جو نالو مٽائي 'پارت پرنٽنگ پريس' رکيو ويو. ان منتقلي دوران رسالي جي اشاعت ۾ ٻه مهينا وقفو اچي ويو. جنهن ڪان پوءِ 1939ع ۾، جون- جولاءِ ۽ آگسٽ ٽنهي مهينن جو گڏيل پرچو شايع ڪيو ويو.

1939ع ۾ راجپال سان گڏ سنڌوءَ جو ايڊيٽر ماڌو داس شوالو مل ٿيو. 1942ع ۾ هري دلگير درياڻي به سنڌوءَ جي ادارتي لڏي ۾ شامل ٿي ٽئين ايڊيٽر طور ذميواريون سنڀاليون ۽ خاص طور نظم واري ڀاڱي جي ايڊيٽنگ جا فرض سرانجام ڏيندو رهيو.

1942ع ڌاري ٻيهر مالي گهوٽالي سبب 'امانتي بورڊ' جو قيام عمل ۾ آندو ويو، جيڪو سنڌو رسالي لاءِ مالي سهڪار حاصل ڪرڻ جي خيال ڪان ٺاهيو ويو، جنهن تحت مستقل خريدارن جا فارم ڀرڻ جو رٿيو ويو، جنهن هيٺ 300 رپيا ڏيندڙ کي منڊل جو (Pastron) مربي ۽ 100 رپيا ڏيندڙ کي سڄيءَ عمر جي ميمبرشپ ڏيڻ جو اعلان ڪيو ويو. ان دوران جملي پندرهن تاحيات ميمبر ٺهيا ۽ رسالي جي اشاعتي ڪم کي اڳتي ڪنيو ويو. 1942ع ۾ هري دلگير کي اوور سيز ڪاتي ۾ نوڪري ملي ته هيءُ صاحب رسالي جي ايڊيٽريءَ تان دستبردار ٿيو. 14 آگسٽ 1942ع تي مسٽر ماڌو داس شوالي مل کي سياسي سماجي جاڳرتا ڦهلائڻ لاءِ جلسن ۾ تقريرون ڪرڻ تان گرفتار ڪري اڍائي سالن لاءِ جيل موڪليو ويو. ان دوران سنڌ ملڪ ۾ ٻوڏن به راڳا ڪيا. انهن مڙني حالتن سبب مسٽر راجپال سنڌو رسالي جي آفيس ميان جي ڳوٺ ۾ آندي ۽ رسالو 'ٽرسٽ بورڊ' جي حوالي رهيو. ان دوران رسالي جي معيار تي به ڪجهه ضربون آيون. معاشي طور غير مستحڪم هئڻ سبب رسالي جي اشاعت ۾ به ڳهاريون پيون. مسٽر راجپال ان دوران سنڌ ۾ 'ساهتيه منڊل' جو به بنياد رکيو، جيڪا نج ادبي سوسائٽي هئي. 23 اپريل 1944ع تي ميان جي ڳوٺ ۾ ان جي پهرين گڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ عهديدار چونڊيا ويا. جڏهن ته بورڊ جي هر ميمبر کي هر مهيني 40 رپيا پگهار ڏيڻ جو طئه ٿيو ۽ سنڌو رسالي جي ليکڪن، ميمبرن ۽ گراهڪن پاران ميلا ۽ جلسا منعقد ڪرڻ جي رٿ آئي، جيڪا پڻ منظور ٿي. ان گڏجاڻيءَ جي صدارت منوهر داس گلناڻيءَ ڪئي.

1947ع ۾ طئه ٿيو ته سنڌو رسالو ميان جي ڳوٺ بجاءِ ڪراچيءَ مان شايع ڪجي. ان دوران مسٽر راجپال گهريلو مجبورين سبب ڪراچيءَ وڃڻ جهڙو ڪو نه هو ۽ مسلسل معاشي مسئلن سبب رسالي جو اجراءُ ڪراچيءَ مان ڪرڻ ۾ ئي رسالي جي بقا هئي. اهڙيءَ ريت 20 ڊسمبر 1946ع تي سنڌوءَ جو آخري پرچو مسٽر راجپال جي ايڊيٽريءَ هيٺ نڪتو. جنوري 1947ع کان سنڌوءَ جو ايڊيٽر ماڌو داس شوالو مل ٿيو ۽ ڪراچيءَ جي جنتا پرنٽنگ پريس مان رسالي جي ڇپائي ٿيڻ شروع ٿي، جنهن کي سنڌ ٽرسٽ بورڊ آفيس فريئر روڊ ڪراچيءَ پاران پڌرو ڪيو ويندو هو.

هن رسالي سنڌ اندر علمي، ادبي سجاڳيءَ ۽ ذخيري ۾ وڏو واڌارو آندو. هن رسالي پهرين جنگ عظيم ڪان پوءِ سنڌ جي ادبي دنيا ۾ چانيل ماٺ کي ٻيهر تيز ڪيو. رسالي ۾ شعر، شاعري، تاريخ، تحقيق، تنقيد، سفرنامو، ڊراما، افسانا وغيره ڇاپيا ويندا هئا.

هن رسالي جي اشاعت پندرهن سالن جي عرصي تائين رهي، رسالي جي طفيل سنڌي ادب ۾ ڪيترين نيون ادبي صنفون متعارف ٿيون.

سنڌو رسالي جي ليکڪن ۾: ساڌو واسواڻي، هوندراج دکايل، ڏيواڻداس آزاد، منوهرداس ڪوڙومل، پروفيسر شيوارام ڦيرواڻي، جهامنداس ڀاٽيه، پروفيسر نارائڻ ملڪاڻي، مرزا نادر بيگ، شيوارام لالا،

ڪشنچند بيوس، چينمل پرسرام گلراجاڻي، روچيرام شداڻي، سوڀراج نرملداس فاني، مولچند ٺڪر، اڌارام آسراڻي، ڊاڪٽر ليلا رام ڦيرواڻي، آسانند مامتوراءِ، بولچند راجپال، شيوڪ موٽواڻي، ڪيئلداس وليرام بيگواڻي فاني، حشمتراءِ ملڪاڻي، عبدالله عبد، چينمل ناگراڻي، تاراچند ڦٽيل، امرلعل هنگوراڻي، لطف الله 'جوڳي' بدوي، عبدالڪريم گدائي، هرومل سدارنگاڻي، آغا غلام نبي صوفي، پروفيسر تاراچند گاجرا پتنگ، لال سنگهه اجواڻي، پيرعلي محمد راشدي،پير حسام الدين راشدي، غلام قادر قيس، هزاري مل سڪايل، چاندومل ڪتري، محمد حنيف صديقي، ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي،نانڪرام ميرچنداڻي، محمد امين کوسو، پيرو مل مهرچند آڏواڻي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، وشنو گيهاڻي، ڪڙڪيتو، محمد صديق ميمڻ، ڪلياڻ آڏواڻي، هيرانند ڪرمچند، مولانا عبدالڪريم چشتي، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو، عباسي عبدالمجيد عابد، پرسرام شهاڻي، فقير غلام علي مسرور، قادربخش حقير، ليکراج عزيز، گدومل هرجاڻي، خاوند بخش اختر، آخوند رسول بخش، مولائي شيدائي، حبيب الله آزاد، پرسرام رنجور، حق نواز مغل، مرلي گوڪلاڻي، لعل بخش ابڙو، آتما رام ڪتاريا، محمد عظيم سميجو، سوڀو گيانچنداڻي، شيخ ساز علي 'ساز'، احسان بدوي، حبيب الله ڀٽو، لعلچند امرڏنو مل ڄڳتياڻي، سيد بچل شاهه، علي اڪبر ميمڻ، برڪت آزاد، چاچي لعل آهوجا، ديوت شرما، ڪيمو هميراجاڻي، محمد شعبان لاڙڪ، هري دلگير درياني، بدر دريشاڻي، شيخ اياز، ع. ق. شيخ، نانڪرام ميرچنداڻي، لڇمڻ هميراجاڻي وليچا، گوبند مالهي، لعل محمد لعل، نعيم وجدي صديقي، چوئٿرام وليچا، سڳن آهوجا، پوڄراج ناگراڻي، قلندر بخش نثار وغيره هئا. سنڌو رسالي جي معرفت راجپال نون لکندڙن کي همٿائيندو رهيو.

هن رسالي پاران خاص نمبر به شايع ٿيا، جن ۾: ايڪتا نمبر، گانڌي انڪ، شهيد انڪ، کهاڻي پرچو وغيره شامل آهن.

سنڌو رسالي جي معرفت سنڌو آفيس ۾ مسٽر بولچند ڪيترا قلمي نسخا هٿ ڪري جمع ڪيا، جن ۾ خاص طور: ديوان دلپت جو ڪلام، شاهو فقير جو ڪلام، بيدل ۽ بيڪس جو ڪلام، روحل فقير جو ڪلام، مراد فقير جو ڪلام، فقير غلام عليءَ جو ڪلام، فقير درياهه خان جو ڪلام، ٻيڏل فقير جو ڪلام وغيره جا نسخا شامل هئا. هنن قلمي نسخن مان چونڊ ڪلام، بولچند راجپال سنڌو رسالي ۾ ڇاپيندو هو.

هن رسالي جو سنڌ ۾ آخري پرچو جولاءِ- آگسٽ 1947ع ۾ شايع ٿيو. ورهاڱي سبب سنڌي ٻوليءَ جو نامور، ليکڪ ۽ عظيم خدمتگار بولچند راجپال سنڌ مان لڏي ويو.

آگري ۾ قيام پذير ٿيڻ بعد اتي راجپال پرنٽنگ پريس قائم ڪيائين ۽ پهل منڊي آگري مان سيپٽمبر 1954ع ۾ ٻيهر ڪرائون سائيز ۾ 'سنڌو رسالو' جاري ڪيائين، جيڪو ڪجهه وقت تائين نڪرندو رهيو.

**سنڌو تهذيب** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميارو محقق ۽ آرڪيالاجسٽ تاج صحرائيءَ جو لکيل آهي. ڪتاب جو سٽاءُ هن ريت آهي: باب پهريون: سنڌو تهذيب جا خالق، باب ٻيو: ڪائيءَ جي ماٽري ۽ ست گهريون، باب ٽيون: ٻلي جي ٻني ۽ سام، باب چوٿون: نکو ٻني ۽ گبربند، باب پنجون: خون جي قرباني، باب ڇهون: آمري ۽ ڪوٽڏجيءَ جون تهذيبون ۽ سماج.




ڊيمي سائيز جي 150 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب ڪيرٽر پبليشرز دادو طرفان 1989ع ۾ ڇپايو ويو آهي ۽ ان جي پهرئين ڇاپي جي قيمت 40 رپيا آهي.

**سنڌو پياسي**: مشهور اديب ۽ شاعر سنڌو پياسيءَ جو اصل نالو هوتو ڪلاچند چاڳواڻي هو هي 1934ع ڌاري ڳوٺ پليي لغاري، تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ ۾ ڄائو. پنج درجا سنڌي تعليم حاصل ڪيائين. ننڍي عمر ۾ شاعريءَ جو آغاز ڪيائين. شاعريءَ جي سڀني صنفن تي طبع آزمائي ڪيائين. ورهاڱي بعد هندستان لڏي ويو. جتي جئپور ۾ شيخن جي محلي ۾ رهائش اختيار ڪيائين. سندس شاعريءَ جا ٻه مجموعا: 'پياسا گيت' ۽ 'نشيلي سرهاڻ' شايع ٿيل آهن. جئپور ۾ رهائش پذير هو.

**سنڌوءَ جا گيت** (ڪتاب): هي سنڌي لوڪ گيتن جي تحقيقي جائزي بابت ڪتاب ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙي جي پي. ايڇ. ڊيءَ جي تحقيقي مقالي تي مشتمل آهي. هن ڊاڪٽر فهميده حسين جي رهبريءَ ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪئي هئي. سندس پي. ايڇ. ڊيءَ جي هيءَ تحقيق ثقافت ۽ سياحت کاتي، حڪومت سنڌ، سال 2008ع ۾ ڇپائي پڌري ڪئي آهي.




هن ڪتاب ۾ ليکڪ، لوڪ ادب جي وصف ۽ ارتقا ڏيڻ کانپوءِ سنڌي لوڪ ادب جي نثري ۽ شعري صنفن تي روشني وڌي آهي. ان کانپوءِ لوڪ گيت، ان جي تاريخ، لوڪ گيتن جي زبان، لوڪ گيتن ۾ لوڪ داستانن جي ذڪر ۽ لوڪ گيتن ۾ وڄائجندڙ سازن جو ذڪر ڪيو آهي. جنهن بعد هن سنڌي لوڪ گيتن جون مختلف صنفون ڏيڻ کانپوءِ ناٽڪي لوڪ گيت، ڳيچ، سهرا، ٻار ڄمڻ جي رسمن، ٻاراڻا ٻولن، ٻاراڻين راندين، مينديءَ بابت رسمن ۽ لاڏن، شاديءَ جي رسمن ۽ لاڏن جو ذڪر ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح هن مهاڻن ۽ مڇيءَ بابت لوڪ گيت، پيرن ۽ فقيرن بابت لوڪ گيت به ڏنا آهن. لوڪ مذهبي شاعريءَ ۾ مولود، مناقبن، مناجات، معجزي، سماع، ڌمال جي ذڪر ڏيڻ کانپوءِ ٽري لوڪ گيتن، سرائيڪي

لوڪ گيتن. ڪوهستاني لوڪ گيتن تي تفصيلي بحث ڪيو آهي ۽ لوڪ گيت ڳائيندڙ مردن ۽ عورتن جو تفصيل بہ ڏنو آهي. آخر ۾ هن جديد شاعرن جي لوڪ گيتن تي پڻ بحث ڪيو آهي.

هي ڊيمي سائيز جي 457 صفحن تي مشتمل پڪي جلد وارو ڪتاب، ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ، 2008ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 300 روپيا آهي.

**سنڌوءَ جو ڇوڙ وارو علائقو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب برطانوي عملدار جنرل هيگ جي سنڌوءَ جي ڇوڙ واري علائقي متعلق تحرير ڪيل انگريزي ڪتاب جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو عطا محمد ڀنڀري ڪيو. جنرل هيگ پهريون مصنف هو، جنهن سنڌوءَ جي ڇوڙ واري علائقي بابت هيءُ معياري ڪتاب لکيو. هن پنهنجي ڪتاب ۾ ڇوڙ واري علائقي جي ڪُل ايراضي ڏهه هزار چورس ميل ڄاڻائي آهي. سندس ڪتاب ۾ نو (9) باب آهن. پهرئين بابت ۾ سنڌو جي ڇوڙ واري علائقي جي ڄاڻ ڏني وئي آهي. ڇوڙ واري علائقي جو احوال سڪندر جي حملي واري دور کان شروع ڪري ان کانپوءِ وارن مختلف دورن ۾ ڇوڙ واري علائقي جي تاريخي ۽ جاگرافيائي صورتحال تي روشني وڌل آهي. ان کانسواءِ ڪتاب ۾ ڏنل ضميما پڻ اهميت جا حامل آهن. هن ڪتاب جو ترجمو، عطا محمد ڀنڀري سهڻي ۽ سليس اسلوب ۾ ڪيو آهي. پيش لفظ ڊاڪٽر نواز علي شوق جو لکيل آهي، جنهن ۾ هن ترجمي بابت لکيو آهي تہ هيءُ ڪتاب هونئن بہ اهم آهي، ويتر ڀنڀري صاحب حاشيا لکي، ان جي اهميت ۾ اضافو ڪيو آهي ۽ ڪن غلط مونجهاري وارين ڳالهين تي تاريخ جي حوالن سان روشني وڌي آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو مارچ 1995ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ طرفان شايع ڪرايو ويو. سنڌوءَ درياهہ جي تصوير سان سينگاريل ڊيمي سائيز جو هيءُ ڪتاب 344 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪچي جلد واري ڪتاب جي قيمت ڄاڻايل نہ آهي.

**سنڌوءَ جو سوڳند** (ڪتاب): هڪ فصلي ناٽڪن (one act plays) جو هيءُ مجموعو، نامياري ترقي پسند اديب گوبند مالهيءَ جو آهي، جنهن ۾: (1) چوڏهون چندرما، (2) سنڌوءَ جو سوڳند، (3) پريم ليلا، (4) زمانو ڪو آيو آهي عنوانن وارا چار ناٽڪ شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ مشهور ناٽڪ نويس مدن جماڻيءَ لکيو آهي، جنهن ۾ هو لکي ٿو تہ: "گوبند مالهيءَ جي سنڌي رنگ منچ (Stage) کي ڏنل ناٽڪي يوگدان Drama) (contribution جي لسٽ نہ صرف تاريخي، پر ذڪر لائق آهي، پر ان ڪري بہ اهم آهي، جو مالهي 1958ع ۾ ان وقت سنڌي ناٽڪ لکڻ ۽ پيش ڪرڻ شروع ڪيا، جنهن وقت ناٽڪ پيش ڪرڻ بيحد اڪائيو ۽ جگر جو ڪم مڃيو ويندو هو... ساهتڪ کيتر ۾ مالهي صاحب جو آستان (مقام) خاص ۽ تاريخي آهي. ناٽڪ جي کيتر ۾ بہ مالهيءَ جو يوگدان اهم اتهاسڪ ۽ اوچو آهي ۽ اوچو رهندو..."

مالهيءَ جي ناٽڪن لاءِ منگهارام ملڪاڻي لکيو آهي تہ: "منهنجي ناٽڪن کي مالهيءَ پنهنجي رت سان وري سرسبز بڻايو آهي. هن ڊيمي سائيز جي 109 صفحن تي مشتمل ڪتاب کي 'مرڪ پبليڪيشن بمبئيءَ، 1996ع ۾ ڇپايو آهي ۽ ان جي قيمت 50 روپيا آهي.

**سنڌوءَ جي سفر جي ڪهاڻي** (ڪتاب): هي ڪتاب 'سنڌوءَ جي سفر جي ڪهاڻي: لداخ کان شاهہ بندر تائين'، اصل ۾ بي. بي. سي لنڊن سان لاڳاپيل نامور صحافي ۽ اردو اديب رضا علي عابديءَ جي ڪتاب 'شير دريا' (سندهو کي ڪهاني: لداخ سي شاهہ بندر تڪ) جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو نامور اديب گل حسن ڪلمتيءَ ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌو درياهہ جي وارتا بيان ڪيل آهي. هن ڪتاب جي اهميت اها آهي تہ هن ڪتاب ۾ سنڌو درياهہ بابت هن کان اڳ ڇپيل ڪتابن کان وڌيڪ اهم ۽ نئين معلومات شامل ڪئي وئي آهي. ان کان سواءِ هي سنڌوءَ جو سفر ويجهڙائيءَ ۾ ڪيل سفر آهي، جنهن ۾ ماضيءَ جي سمورن سفرن جون ڪهاڻيون، انهن جي اڄ سان ڀيٽ ۽ نئين زماني جي تبديلين کان پوءِ، اڄوڪي صورتحال بيان ٿيل آهي. هي ڪتاب سنڌوءَ جي ٻنهي ڪنارن سان آباد وسندين، ماڻهن، سندن ريتن رسمن، رهڻي ڪهڻي، سندن جذبن، احساسن، دوستين دشمنين، مذهبي لاڳاپن، زندگيءَ جي ڏکن ۽ اميد جي ٽمڪندڙ ڏيئن جي ڀاڃن ۽ مايوسين جي تيزاُس ۾ زندگي گذاريندڙن جي سياسي، سماجي، ثقافتي، معاشي ۽ تاريخي تصوير پيش ڪرڻ سان گڏ پاڻيءَ/ درياهہ جي ڪنارن تي ساهہ کڻندڙ ماڻهن جا رايا بہ هن ۾ شامل آهن ۽ سنڌو، ڪيئن سنڌ ۽ سنڌين جي سڃاڻپ آهي، اُن جو بہ نقشو چٽيو ويو آهي.

80 واري ڏهاڪي ۾ جڏهن رضا علي عابديءَ جو بي. بي. سيءَ تان 'شير دريا' جي نالي سان مقبول پروگرام هلندو هو تہ ان کي رڪارڊ ڪري، ان جو سنڌي ترجمو قسطوار، گل حسن ڪلمتي 'عوامي آواز' ۾ شايع ڪندو هو. پڙهندڙ ان جي سحر ۾ وڃي ويندا هئا. گهڻي عرصي بعد جڏهن رضا علي عابديءَ جو اهو سنڌوءَ جو سفر ڪتابي صورت ۾ 'شير دريا' جي نالي سان ڇپيو ۽ ان جي ميانواليءَ ۾ مهورت ڪرائي وئي، تڏهن گل حسن ڪلمتيءَ اهو اردو ڪتاب خريد ڪري اُن جو سنڌيءَ ۾ خوبصورت ترجمو ڪيو. هن ڪتاب مان اها ڄاڻ پوي ٿي تہ سنڌوءَ جي نڪرڻ جو هنڌ هميشہ 'مانسروور ڍنڍ' چيو ويندو هو ۽ درسي ڪتابن ۾

۽ ڪجهه لکيل هو. 1811ع ڌاري مور ڪرافٽ ڪيلاش واديءَ پهتو ۽ پوءِ 1907ع سويڊن جو رهاڪو سيون هيڊن (Seven Hedin) هڪ ٽيم سان مانسروور ڍنڍ جي اڀياس لاءِ پهتو ۽ ڪيس معلوم ٿيو ته سنڌو درياهه مانسروور ڍنڍ بدران ٿبيٽ (Tibet) جي اولهه ۾ ڪيلاش واديءَ مان اُن هنڌان نڪري ٿو، جنهن کي ٿبيٽ واسي 'سنگهي ڪباب' (شينهن جو وات) چون ٿا ۽ اتان جا ماڻهو هن درياهه کي 'سنگهي دريا' يعني 'شينهن درياهه' (The Lion River) چون ٿا. هن درياهه جي ڪنڌيءَ تي رگويد لکيو ويو.

هي ترجمو ڊيمي سائيز جي 352 صفحن واري پڪي جلد سان سنڌ پبلشنگ هائوس، ڪراچيءَ، 1999ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ اُن جي قيمت 200 روپيا آهي.

**سنڌوءَ جي ڪناري** (فلم): هيءَ سنڌي فلم 1966ع ۾ ٺهي ۽ ڀارت ۾ رليز ٿي. هن فلم جو پروڊيوسر، هدايتڪار ۽ ليکڪ ناليوارو اديب گوبند مالهي هو. هن فلم جا گيت گوردن ڀارتيءَ لکيا ۽ موسيقي سي. ارجن ڏني.



هن فلم جا گيت ماستر چندر، رام پنجواڻي، ستارام روهڙا، چندرو آتما ڳايا. هن فلم جي اداڪارن ۾ ڀڳونتي ناواڻي، مدن جماڻي، امر چنداڻي، ايس. پي منگهاڻي، رميش ڇاڇاڻي، رميش راج ۽ جي. ايشو هئا. هن فلم ۾ مشهور لوڪ فنڪاره ڀڳونتي ناواڻيءَ هيروئن جو ڪردار ادا ڪيو.

**سنڌو راج**: مهاڀارت جي زماني ۾ هندن جي اعتبار موجب دُوئاپر يُگ ۾ 'سنڌو ديش' ۾ هڪ ناميارو ۽ هاڪارو راجا 'ورڌڪشتر' راڄ ڪندو هو. ڪيس پُٽرتن (فرزند) پراپت ٿيو، جنهن جو نالو 'جئدرٿ' رکيو ويو. جئدرٿ پڻ پنهنجي پيءُ وانگر سنڌ تي حڪومت ڪئي جنهن ڪري ڪيس 'سنڌو راج' پڻ چيو ويو. جي ٿو جئدرٿ جي جنم وقت آڪاش واڻي (آسمان مان آواز آيو) ٿي ته: "هي راجڪمار ڏاڍو پُرسڌ ٿيندو ۽ هي يُڌسيتر (جنگ جو ميدان) ويرگتيءَ (شهيد) کي پراپت ڪندو ۽ سرڳ ڌام پائيندو. جنگ جي ميدان ۾ سندس سر اهو وير ڪٽيندو، جو سيني جڳن جي جوڌن جي پهرئين قطار ۾ پرسڌ هو." جئدرٿ ننڍپڻ ۾ ڪورَوَن ۽ پانڊون سان گڏ گرو دروڻاچاريه وٽ وديا ۽ آستروديا (علم ۽ جنگي فن) جي سکيا ورتي هئي. جڏهن هي ساماڻو، تڏهن سندس والد 'ورڌڪشتر' پنهنجي جوان پٽ کي راڄ جون واڳون سونپي، پاڻ وڃي جهنگل ۾ تپسيا ڪرڻ لڳو. تپسيا جي سمي 'ورڌڪشتر' جنهن ميدان ۾ ننڍڙو آشرم جوڙي تپ ڪرڻ لڳو انهيءَ ميدان تي بعد ۾ 'ڪروڪ شيستر/ ڪروڪيتر' جو نالو پيو، جتي ڪورَوَن ۽ پانڊوَن وچ ۾ مهاڀارت جي جنگ لڳي هئي. راجا جئدرٿ سُور داس راجا ڌرتراشٽر جو ناٺي (نياڻو) ۽ ڪورَون جو ڀيڻيو هو. جڏهن مهاڀارت جي جنگ لڳي تڏهن هو ڪورَون جي پڪش (طرف) کان وڙهيو. راجا جئدرٿ هڪ جوڌو ۽ وير، سورمو ۽ نيتي وان راجا ٿي گذريو آهي. هي ارجڻ (پانڊوَ) جي مقابلي ۾ ٻلوان ۽ استر شستر وديا جو وڏو ڄاڻو ۽ جوڌو هو. ڪورون جڏهن 'ارجڻ' ۽ سُيدرا' جي پٽ 'ابيمنيو' کي ٻوهه ڪري جنگ جي ميدان ۾ گهيرو ڪيو، تڏهن راجا جئدرٿ انهيءَ سازش جو ساٿ ڏنو 'ابيمنيو' جو قتل ڪيو. لڳي ٿو ته اُن زماني ۾ پڻ جنگ جي ميدان ۾ اهڙيون چالبازيون عام جام هيون ۽ سُورما پاڻ کان وڏي جوڌي کي گهيرو ڪري، پوءِ اُن تي غالب ٿيندا هئا. ابيمنيو جي قتل ڪانپوءِ ارجڻ کي دلي ڏک رسيو، جو ته هُو هڪ اهڙو جوڌو هو، جو اڪيلو ئي ڪورَوَن جي ڪيتري ئي سئنا تي غالب بڻجي ويندو هو. ارجن راجا جئدرٿ کان پنهنجي پُٽ جي موت جو بدلو وٺڻ لاءِ پرتگيا ڪئي. مهاڀارت جي جنگ جي چوڏهين ڏينهن ارجڻ ۽ راجا جئدرٿ جي وچ ۾ وڏي خونخوار جنگ لڳي، جا انتهائي ڀِنيير روپ اختيار ڪري وئي. نيٺ شام کان اڳ ۾ ارجڻ، راجا جئدرٿ جو قتل ڪري پنهنجي پرتگيا پوري ڪئي. راجا جئدرٿ جي مارجڻ ڪانپوءِ ڪورون جي هڪ وڏي طاقت ٽُٽي پئي، جنهن جو کين تمام گهڻو صدمو رسيو.

**سنڌ ورق ۽ سنڌ ورڪي** (ڪتاب): هي ڪتاب ٽيڪچند ڪرمچند ميرچنداڻيءَ جو لکيل آهي، جيڪو پهريون ڀيرو 1920ع ۾ ڇپيو هو. هن ڪتاب ۾ فاضل ليکڪ سنڌ ورڪي نالي جي بنياد، واڌ ويجهه، فائدن، سنڌ ورڪي، پائيوارن، سنڌن تعليم، نوڪرن جي حالت، واپاري قاعدن، حساب ڪتاب، پائيوارنامن، اڳين ۽ هاڻوڪن سيٺين جي پيٽ، سنڌ ورق مرچنٽس ايسوسيئيشن وغيره جو تفصيل سان ذڪر ڪيو ويو آهي.



ڊيمي سائيز جي 94 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 2004ع ۾ گلشن پبليڪيشن، حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ ان جي قيمت 50 روپيا آهي.

**سنڌو سنبت ڪئلينڊر**: هندستان ۾ قديم زماني کان وٺي ڪيترائي سن سنبت/ ڪئلينڊر عمل ۾ پئي آيا آهن، جن مان مشهور سنبت: (1) ياوانا، (2) هرش سنبت/ ڪئلينڊر، (3) وڪرمي سنبت (وڪرماجيت جي نالي سان جاري ڪئلينڊر: ڏکڻ ۽ اولهه هند ۾ مروج)، (4) ساڪا ڪئلينڊر (اتر هندستان، ڪشمير ۽ موجوده پاڪستان وارو علائقو)،

(5) وليپي سنبت (گجرات ۽ ٻين علائقن ۾ مروج)، (6) گيتا سنبت، (7) سنڌو سنبت/ ڪئلينڊر.

يارهين صدي عيسويءَ جي شروعات ۾ مشهور عرب سياح ۽ سائنسدان البيرونيءَ ننڍي کنڊ جو سفر ڪيو هو. هن پنهنجي ڪتاب ’ڪتاب الهند‘ (Indica) ۾ هڪ باب اهڙن ڪئلينڊرن بابت به لکيو هو جيڪي هند سنڌ جي علائقن ۾ استعمال هيٺ هئا. البيرونيءَ اهڙن ڪئلينڊرن مان: (1) هرش ڪئلينڊر، (2) وڪرمي سنبت/ ڪئلينڊر، (3) ساڪا ڪئلينڊر، (4) وليپي ڪئلينڊر ۽ (5) سنڌو ڪئلينڊر جو ذڪر ڪيو آهي.

ڊاڪٽر بلوچ لکيو آهي ته هڪ خيال آهي ته ساڪا ڪئلينڊر 78 ۽ 79 عيسويءَ ڌاري سنڌ ۾ ٿيل ڪن خاص واقعن جي نتيجي ۾ شروع ٿيو هو. بيرونيءَ جي بيان موجب تن ڏينهن ۾ ’آريا ورت‘ جي علائقي تي هڪ ڌاريو حاڪم راڄ ڪندو هو، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ سنڌ ۾ هو. ان هڪ فرمان جاري ڪيو هو، جنهن موجب آريا پاڻ کي فقط ’ساڪا‘ سڏائي ٿي سگهيا، نه ڪي آريا. ان ڪري سنڌ جا ماڻهو ڪيس پسند نه ڪندا هئا. اهو حڪمران هڪ مقامي بغاوت ۾ ملتان جي ويجهو ڪروڙ/ ڪيرار وٽ مارجي ويو. سندس موت وڪرماجيت جي پيش قدميءَ دوران ٿيو ۽ ظالم جي ان انت واري واقعي کان ساڪا سنبت شروع ٿيو. هي ڪئلينڊر موجوده پاڪستان واري علائقي تي محيط سنڌ مملڪت ۾ 700 سالن تائين مروج رهيو، جنهن کانپوءِ سنڌ ۾ نئين دؤر جي شروعات ٿي.

ساڪا سنبت کان 700 سال پوءِ هڪ نئون سن ’سنڌو سنبت‘ يا ’سنڌو ڪئلينڊر‘ جاري ٿيو، جنهن بابت البيرونيءَ پنهنجي ڪتاب ۾ ڄاڻايو آهي ته سنڌو سنبت وسيع علائقي ۾ ڪتب ايندو هو. جنهن ۾ ڪشمير کان وٺي سنڌو ساگر (عربي سمنڊ) تائين ۽ گجرات کان ڪرمان تائين جا علائقا اچي ٿي ويا. سال ۾ مهينن ۽ ڏينهن جي ڳڻپ جي سرشتي/ هرڳڻا جو ذڪر ڪندي هن سنڌو سنبت جي اسلامي هجري سال، ايران جي يزدگرد ڪئلينڊر ۽ ساڪا ڪئلينڊر سان لاڳاپيل ترڪيب پيش ڪئي آهي.

هي سن، سنڌ جي راءِ گهراڻي جي حاڪم راءِ سهارس جي شهادت واري واقعي کان شروع ٿئي ٿو. ڊاڪٽر بلوچ فتحنامي (چچنامي) جي حوالي سان لکي ٿو ته راءِ سهارس جو موت هيٺ ڄاڻايل حالتن ۾ ٿيو.

”سهارس راءِ ولد سهاسي راءِ جنهن جي حڪومت جون الهندي واريون سرحدون ڪُرد جبلن ۽ ڪيڪانان (قلات ۽ مڪران) تائين وسيع هيون، تنهن پنهنجي گاديءَ واري هنڌ اروڙ ۾ نهايت ڪامياب نموني بدستور حڪومت تي هلائي. اوچتوئي اوچتو فارس طرف کان نيمروز جي بادشاهه جي فوج اچي ڪرمان ۾ وارد ٿي. سهارس کي جڏهن اها خبر پهتي ته هن پاڻ پنهنجي سرپيش قدمي ڪري حملي آور فوج سان سخت جنگ جوٽي، جنهن ۾ ٻنهي طرفن جا ڪيئي جنگي جوڌا ڪسجي ويا. ان بعد ايرانين سخت حملو شروع ڪري ڏنو، جنهن جي نتيجي ۾ سهارس جي فوج گهيري ۾ اچي وئي. پنهنجي مان شان ۽ عزت برقرار رکڻ خاطر سهارس پنهنجا قدم مضبوط کُپائي اڏول ٿي بيهي ان وقت تائين لڙيو جيستائين پاڻ شهيد ٿي ويو. ان ڏکي ويڙهه بعد ايراني بادشاهه نيمروز پنهنجي وطن ڏانهن واپس ٿيو جنهن بعد راءِ سهاسي، سهارس جو پٽ، پنهنجي پيءُ واري راڄ گديءَ تي ويٺو ۽ پنهنجي ملڪ جو طاقتور حاڪم ثابت ٿيو.“

اهوئي واقعو هو جنهن سان سنڌ ۾ سياسي غلاميءَ جي دؤر جو خاتمو ٿيو. راءِ سهارس جي پٽ راءِ سهاسي هڪ خودمختيار حاڪم طور ملڪ جون واڳون سنڀاليون ۽ ان بعد سنڌ ساسانين جي غلاميءَ مان آجي ٿي. راءِ سهارس جي هار ۽ شهادت دراصل فتح ۾ تبديل ٿي ويون، ۽ سندس پٽ راءِ سهاسي سنڌ ملڪ جو هڪ سگهارو ۽ هاڪارو حاڪم ٿي ويو. انهيءَ سال کان وٺي سنڌو سنبت (نئين سن) جي شروعات ٿي ۽ اهو سال 4 هجري مطابق 626ع وارو هو. سنڌو سنبت جي پهرين تاريخ چيٽ کان شروع ٿئي ٿي. گريگورين ڪئلينڊر مطابق سنڌو سنبت سال جي شروعات، چيٽ مهيني جي پهرين هميشه 14 مارچ تي ٿيندي آهي، سواءِ واڌو سال جي، جنهن ۾ وري پهرين تاريخ 21 مارچ جي برابر بيهندي آهي. جڏهن ته بقايا يارهن مهينن جي تاريخ جي مدنظر ٻنهي سنبتن جا تقابلي ڏينهن ساڳيا ۽ سواءِ بدلجڻ جي رهندا آهن ۽ واڌو سال اندر پڻ اها ئي نوعيت برقرار رهندي آهي.

سنڌو سنبت، ٻين سنبتن جي مقابلي ۾ ٻڙي سال سان شروع ٿئي ٿو ليڪن ٻين هن سنبتن جا سال بجاءِ ٻڙي سال جي هڪ سال سان شروع ٿين ٿا. سنڌو سنبت جي جنتريءَ ۾ هڪ سال اندر ٻارهن مهينا ٿين ٿا. پهريون مهينو هر عام سال ۾ 30 ٽِڻن (تاريخن/ ڏينهن) جو ۽ واڌو سال ۾ 31 ڏينهن جو ٿيندو آهي ۽ ان کان پوءِ جا پنج لاڳيتا مهينا في مهينو 31 ڏينهن جو ٿيندو آهي ۽ بقايا ڇهن مهينن مان في مهينو 30 ڏينهن جو ٿيندو آهي. اهڙيءَ طرح هر دستوري عام سال ۾ 365 ڏينهن ۽ واڌو سال ۾ 366 ڏينهن ٿيندا آهن. هن سنبت جو ابتدائي مهينو چيٽ هوندو آهي ۽ آخري مهينو ڦڳڻ هوندو آهي.

گريگوري ڪئلينڊر مطابق سنڌو سنبت جي مهينن جا نالا مقرر ٿيل مهينن جي انداز سميت هيٺ ڄاڻائجن ٿا:

| سنڌو سنبت جا مهينا | عيسوي سن جا مهينا |
|---|---|
| (1) چيٽ | اپريل- مئي |
| (2) ويساک | مئي- جون |
| (3) جيٺ | جون- جولاءِ |
| (4) آکاڙ | جولاءِ- آگسٽ |
| (5) سانوڻ | آگسٽ- سيپٽمبر |
| (6) بڊو | سيپٽمبر- آڪٽوبر |
| (7) اَسُو | آڪٽوبر- نومبر |
| (8) ڪتي | نومبر- ڊسمبر |
| (9) ناهري | ڊسمبر- جنوري |
| (10) پوهه | جنوري- فبروري |
| (11) ماگهه | فبروري- مارچ |
| (12) ڦڳڻ | مارچ- اپريل. |

سنڌو سنبت/ ڪئلينڊر، سنڌ جي ٿرپارڪر ضلعي ۽ ٻهراڙين کانسواءِ آسام، بنگال، مهاراشٽر، برما، ڪيرالا، مانيپور، اڙيسا، پنجاب،

سريلنڪا، تامل ناڊو ۽ ٿائيلنڊ ۾ به مروج آهي.

هن ڪئلينڊر مطابق ڌرمي سنبت تهوارن جي نشاندهي اڳواٽ ٿيل هوندي آهي. اتر اوڀر هندستان ۽ گجرات جي علائقن ۾ گهڻي ڀاڱي هي ڪئلينڊر استعمال ٿيندو آهي.

هند سنڌ جا هندو سنڌي، نئين سنڌو سنبت سال جي آجيان چيٽي چنڊ جي ميلي سان ڪندا آهن. سنڌ ۾ سنڌيت جو مشهور اوتار جهولي لعل (اڏيرو لعل) به چيٽي چنڊ جي ڏينهن تي ڄائو هو.

سنڌو سنبت واحد سن آهي، جيڪو سنڌ (پاڪستان) ۾ هند جو ورثو آهي. ڊاڪٽر بلوچ جي راءِ آهي ته "اهو فقط سنڌو سنبت ئي آهي، جيڪو بادشاهيءَ (راءِ گهراڻي) وارين سرحدن اندر شروع ٿيو ۽ بعد ۾ انهن بين علائقن ۾ پڻ رائج ٿيو، جي هن وقت پاڪستان جا حصا آهن. (راءِ سهارس) سورمو به بذات خود سنڌي ۽ سنڌ جو حاڪم هو، جنهن پنهنجي جند جان سنڌ تان صدقي ڪئي ۽ سنڌ کي اهڙيءَ طرح ڌارين جي غلاميءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ٿيو... انهيءَ حقيقت جي مدنظر سنڌو سنبت جي بنياد تي هڪ شمسي جنتري ترتيب ڏئي، ان کي سرڪاري طور 'پاڪستاني قومي جنتري' جي حيثيت ڏني وڃي... ان حد تائين جو هي ڪئلينڊر گريگورين جنتريءَ بدران به ڪم اچي سگهي ٿو."

*(حوالو: 'تاريخي سنڌو سنبت': ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ. ڪتاب 'ڊاڪٽر بلوچ جا مقالا' ، نوادرات ڪاتو حڪومت سنڌ: 2012ع، ص: 218—238)*

**سنڌو شينهن درياهه** (ڪتاب): جين فيئرلي جي ڪتاب The Lion River, The Indus جا سنڌي ۽ اردوءَ ۾ ترجما ٿيا آهن. ڪتاب جو سنڌي ترجمو، نامور مترجم عطا محمد ڀنڀرو ڪيو آهي، جيڪو سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچيءَ، 1999ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جڏهن ته ان جو اردو ترجمو علي حسنين شفيع 'دريائي سندهه کي تاريخ: شير دريا' جي عنوان سان ڪيو هو، جيڪو جمهوري پبليڪيشن لاهور، 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هي ڪتاب اٺن بابن تي مشتمل آهي:







(1) ڏندڪٿائن مطابق سنڌوءَ جو آبي ذريعو (دريا جو روايتي سرچشمو)، (2) شينهن جو وات (ببر شينهن جو منهن، سنگهي ڪ-باب)، (3) سنڌوءَ جي منهن وارو پاڻي (دريا جي مٿاهين جنم ڀومي)، (4) دنيا جي مٿاهين ڇت مان وهندڙ پاڻي، (5) هتان جا ماڻهو ۽ مارڪيٽ (منديون ۽ ڪوهه پيما)، (6) تڪراري سرحدون، (7) اتريون موڙ، (8) خشڪ جبل (نانگا پربت)، (9) ڪراهت جهڙي ويراني (نفرت انگيز غارت گري).

سنڌو درياهه هماليه جي بلندين مان ڦُٽي عربي سمنڊ جي اونهن پاڻين ۾ پهچڻ لاءِ هڪ طويل سفر ڪري ٿو ڪٿي هي بنهه سوڙهو ۽ پٿراون پهاڙن جي وچان پنهنجي واٽ جوڙي ٿو ۽ ڪٿي برف پوش وادين مان گذري ٿو ۽ پوءِ پنجاب جي ميدانن کي سيراب ڪري ٿو ۽ ڪٿي سنڌ جي صحرائن کي ڇُهي ٿو. اُن جو سيا ۽ هر خطي ۾ مختلف آهي ۽ پنهنجي مزاج موجب ان کي 'شينهن درياهه' سڏيو وڃي ٿو. ان ۾ خاموشي به آهي ۽ پاڻيءَ جي گڙگڙاهٽ جو شور پڻ ۽ ڪٿي اونهائي به آهي ۽ وري ڪيترا اهڙا هنڌ اچن ٿا، جتان سندس بيو ڇيڙو انساني نظرن کي پنهنجي وسعت جي حوالي سان حيران ڪري ڇڏي. ان ڪري هن کي 'سنڌ ساگر' به چيو وڃي ٿو.

سنڌو درياهه دنيا جي اهم درياهن ۾ شمار ٿئي ٿو ۽ هي ڪتاب ان حوالي سان هڪ منفرد ۽ بي مثال ڪتاب آهي. سنڌي ڇاپو، ڊيمي سائيز جي 342 صفحن تي مشتمل آهي ۽ ان جي قيمت 170 روپيا آهي.

**سنڌو صحرائي چنڊول** (Indian or Indus Sand Lark/ Clandrella Raytel): هي پکي ڏسڻ ۾ قد بت جي لحاظ کان عام جهرڪي جيترو ٿئي ٿو. جيڪو سنڌ سميت هندستان جي رڻ ۽ غير آباد زمينن تي ملندو آهي. هي پکي جسماني حساب نر ۽ مادي ذري گهٽ هڪجهڙا ئي ٿين ٿا.



سندن پني ناسي رنگ جي ۽ ان تي گهرا ليڪا هوندا آهن، جڏهن ته هن پکيءَ جي پُڇي کان پيٽ تائين اڇو رنگ ۽ پاسراٽين کان هلڪا هيڊا نشان هوندا آهن.

**سنڌوءَ ڪناري**[1] (ڪتاب): هي ڪتاب 'سنڌوءَ ڪناري' (نئون تاريخي باب) مشهور براڊڪاسٽر ۽ ليکڪا وينا شرنگيءَ جو لداخ ليهه، (جمون - ڪشمير) جو سفرنامو آهي. 1997ع جي سيپٽمبر مهيني ۾ جمون ۽ ڪشمير جي علائقي لداخ وٽان سنڌو درياهه جي ديدار 'سنڌو درشن' جي رت تي سنڌي اڪيڊمي، دهليءَ جي وائيس چيئرمئن کي. آر ملڪاڻيءَ جي صدارت ۾ هڪ گڏجاڻي ٿي گذري، اڪيڊميءَ جي سيڪريٽري ڊاڪٽر موتي لعل جوتواڻيءَ پروگرام جا تفصيل پيش ڪيا ۽ فيصلو ڪيو ويو ته ليهه لداخ وٽ 'سنڌو درشن ميلو' لڳايو وڃي، جيئن جيڪي سنڌي، سنڌ وڃي سنڌ جي 'سنڌو درياهه شاهه' جو ديدار نه ٿا



ڪري سگهن. اهي ليهه لداخ وٽ 'سنڌو درشن' تقريب ۾ شامل ٿين. دهليءَ جي ٻاهر جا جيڪي سنڌي هن تقريب ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ تيار ٿيندا، تن کي دهليءَ ۾ هڪ رات رهڻ جو ۽ سندن ڪاڌي پيتي جو بندوبست سنڌي اڪيڊمي ڪندي. اهڙيءَ طرح 9 آڪٽوبر 1997ع تي دهليءَ ۾ گڏ ٿيل سنڌي (جن ۾ وڏي تعداد ۾ اديب شامل هئا) ليهه لداخ لاءِ هوائي جهاز ۾ روانا ٿيا ۽ ڏهين آڪٽوبر تي 'سنڌو درشن' ڪيو ويو. اها سموري سفري ڪٿا، وينا شرنگيءَ هن ڪتاب ۾ بيان ڪئي آهي. جنهن ۾ هن سنڌ ۽ ڪشمير جي تاريخي لاڳاپن ۽ ليهه لداخ علائقي جي تاريخي ۽ تهذيبي ڄاڻ به ڏني آهي. 'سنڌو درشن' وقت لعل ڪرشن آڏواڻيءَ، ڊاڪٽر فاروق عبدالله، دهليءَ جي وڏي وزير ۽ هماچل پرديش جي توانائي کاتي جي وزير ويدڪ ڀوڏيءَ ۽ ٻين گڏجي سنڌوءَ ڪناري ورڻ ديوتا جهوليلال جي پوڄا ڪئي هئي. هماچل پرديش جي وزير ٻهمپترا نديءَ جو جل، سنڌوءَ ڌارا سان ملائي يڪجهتيءَ جو مظاهرو ڪيو هو. ان موقعي تي جهوليلال جا 'ٻهراڻا' ڪڍي لعل جي آرتي ۽ پڃن ڳاتا ويا:

پيڙو تہ منهنجي لعل جو پاٺهي ترندو ايندو،
پاٺهي ترندو ايندو، تنهن کي لهرنہ ڪولوڙو ايندو.

ڪتاب ۾ لعل ڪرشن آڏواڻيءَ ۽ فاروق عبدالله جون تقريرون بہ ڏنيون ويون آهن ۽ 'سنڌو درشن' جو تفصيلي ذڪر ڪيو ويو آهي. ڊيمي سائيز جي 104 صفحن تي مشتمل ڪتاب، سنڌي اڪيڊمي دهليءَ جي ڪجهہ مالي مدد سان، وينا شرنگيءَ، اندر پوري، نئين دهلي-12، مان 1998ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 65 روپيا آهي.

**سنڌوءَ ڪناري[2]** (ڪتاب): هي ڪتاب سليم چنا جي نثري نظمن تي مشتمل آهي، جيڪو سليم چنا اشاعت گهر قاسم آباد، حيدرآباد پاران مارچ 2010ع ۾ ڇاپي پڌرو ڪيو ويو. ڊيمي سائيز ۾، 200 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي. ڪتاب جو مهاڳ ليڪ پاڻ لکيو آهي. جنهن ۾ سنڌو درياهہ جي عظمت ۽ اوج جو ذڪر ڪندي ان جي موجوده حالت تي ڏک ۽ افسوس جو اظهار ڪيو ويو آهي.




ڪتاب ۾ شامل سمورا 195، نثري نظم 1990ع جا لکيل آهن.

**سنڌوءَ ڪناري وساريل شهر** (ڪتاب): هي ڪتاب، جرمن ڪتاب جي انگريزي ترجمي (Forgotten Cities on the Indus) جو سنڌي ترجمو آهي. يونيسڪو، 'موهن جي دڙي' انسانذات جي لازوال ورثي، جي تحفظ لاءِ دنيا جي قومن کي 70 واري ڏهاڪي ۾ مدد جي اپيل ڪئي هئي. اهڙيءَ طرح يونيسڪو پهرين 1983ع ۾ انسانذات جي هن عظيم ورثي جي بچاءَ وارين اهم ضرورتن کي نظر ۾ رکي، بين الاقوامي طور سڏ ڏنو ويو ۽ هن ماڳ جي بچاءَ واري رٿا جو ڪاٿو 19 ملين آمريڪي ڊالر لڳايو. موهن جي دڙي جي بچاءَ لاءِ قائم ڪيل ڪميٽيءَ جي اعزازي صدر، جپاني شهزادي تاڪا هيتو مڪاسا هٿ پير هڻي 9.3 ملين ڊالر هٿ ڪيا. اڳتي هلي موهن جي دڙي کي بچائڻ لاءِ يونيسڪو جي ڊائريڪٽر جنرل ڪميٽي ڊي آنر (Committee the Hanover) جوڙي، جنهن جي پهرين گڏجاڻي 14-15 مارچ 1984ع تي ٽوڪيو ۾ ٿي، جنهن ۾ سڄيءَ دنيا جي ملڪن جا نمائندا شريڪ ٿيا. جون 1987ع تي جرمنيءَ جي آچين (Aachen) شهر جي ٽائون هال ۾ "سنڌوءَ جي ڪنار سان وساريل ٽين ق. م کان ٻيءَ ق. م تائين جي قديم سڀيتا" عنوان سان هڪ نمائش ڪئي وئي.



هن نمائش اهو موقعو فراهم ڪيو تہ سنڌو سڀيتا ۽ ان جي پيشرو ثقافتن تي دنيا جي مشهور عالمن جا مقالا گڏ ڪيا وڃن. ٽن عالمن- مائيڪل جانسن، ميري ميولا ۽ گونٽر اربن اهڙا اهم مقالا گڏ ڪري جرمن زبان ۾ ڇپرايا، جن ۾ ناياب تصويرون بہ هيون. بعد ۾ هن ڪتاب جو Forgotten Cities on the Indus عنوان سان انگريزي ترجمو شايع ڪيو ويو. هن انگريزي ڪتاب جو سنڌي ترجمو نامور مترجم عطا محمد ڀنڀري ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ هيٺين عالمن جا مقالا شامل آهن:

(1) سنڌوءَ جا ماڳ ۽ ماڻهو: اينيمري شمل، (2) سنڌو سڀيتا جي دريافت جي ڪهاڻي: گونٽر اربن، (3) قريب اوير ۽ وچ اوير جي پراچين سڀيتا: هنس جي نسين، (4) پاڪستان جي قديم ثقافتن ۾ مهرڳڙهہ جو حصو: جين فرنيڪائس جارج، (5) سنڌو ماٿريءَ ۾ 7 کان ٻئي سهس (Millennium) ق. م ۾ کاڌ خوراڪ ۽ جهنگلي جيوت: رچرڊ ايچ. ميڊو، (6) مهرڳڙهہ، پٿر جي پوئين دور جي وسندي ۽ اڏاوتون: گونزاگ ڪئورون، (7) ٽامي جو ابتدائي زمانو مهرڳڙهہ جو دور III: انائڪ سامزون، (8) مهرڳڙهہ ۾ سلاوتي ڪلا: مونيڪ ليڪيوئليئر، (9) مهرڳڙهہ ۾ سلاوتي ڪلا: مونيڪ ليڪيوئليئر، (10) مهرڳڙهہ ۾ مڙهہ پورڻ جو رواج ۽ لاش سان گڏ قبر ۾ رکيل سامان: پاسڪل سيليئر، (11) مهرڳڙهہ مان هٿ آيل ٺڪر جون مورتون: ڪئٿرائين جارج، (12) سنڌو سڀيتا جي ابتدا: محمد رفيق مغل، (13) سنڌو سڀيتا، ننڍي کنڊ هندستان جي جاگرافيائي حدن کان ٻاهر: معروزيو طواسي، (14) موهن جي دڙي وارو وايو منڊل: جارج ايف. ڊيلس، (15) موهن جو دڙو ۽ هڙپا: سرجان مارشل، (16) سنڌوءَ جي ڪنڌيءَ تي وسندڙ موهن جو دڙو، مائيڪل جانسن، (17) سنڌو سڀيتا ۾ سنگتراشيءَ جو فن: اليگزينڊر آرڊيليفر جانسن، (18) سنڌو سڀيتا جو وينجهارڪو فن: يوٽي فرئنڪ ووٽ، (19) سنڌو لکت جي ياچ جو مسئلو: آسڪو پارپولا، (20) هڙاپا ۾ لوڙهہ لٽڻ جو طريقو: ايم. اي. حليم، (21) موهن جي دڙي جا ڏنڌا ۽

مهارت: مئسيموڊالي، (22) سنڌو سڀيتا ۽ سنک صنعت: جي. ايم ڪنايس، (23) موهن جي دڙي ۾ ٿيل قتلام - هڪ ڏند ڪٿائي قصو: جارج ايف ڊيلس ۽ (24) موهن جي دڙي کي ناس ٿيڻ کان بچايو: مائيڪل جانسن.

ڊيمي سائيز جي پڪي جلد سان 360 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سنڌيڪا اڪيڊميءَ 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ان جي قيمت 350 روپيا آهي.

**سنڌو لکت جو بين الاقوامي لکتن سان لاڳاپو** (ڪتاب): جي آر هنٽر جي لکيل هن ڪتاب جو ترجمو عطا محمد ڀنڀرو ڪيو آهي ۽ جنوري 1995ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب ۾ قديم سنڌي لکت کي مختلف تهذيبن جي لکت سان ڳنڍڻ کي ظاهر ڪيو ويو آهي. مختلف لکت جي نمونن جي مدد سان اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي ته سنڌو لکت جو مصر، سمير، سافا، ايلمي ۽ اٿوپيا سان ڳانڍاپو رهيو آهي. هن ڪتاب جو مقدمو ڊاڪٽر نواز علي شوق، ليکڪ پاران جي آر منٽر، مهاڳ ايس لئنگڊن لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ لکت جون نشانيون ۽ مثال تفصيل سان ڏنل آهن. ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب ڪُل 343 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.

**سنڌو لکت ۽ ٻولي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب هندستاني ماهر لسانيات ۽ محقق ايس. آر. راءُ جي 1991ع ڌاري شايع ٿيل هڪ ضخيم ڪتاب 'Dawn and Devolution of the Indus Civilization' ۾ سنڌو لکت بابت تحرير ڪيل هڪ باب جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو سنڌ جي ناميارِي مؤرخ ۽ مترجم عطا محمد ڀنڀري ڪيو. هن ڪتاب ۾ سنڌو لکت ۽ ٻولي، ننڍي کنڊ مان لڌل مهرن جو وچور، سنڌو لکت جي پاڄ جو مسئلو سنڌ جي روان لکت جو نشانيون ۽ برهمي لکت، سنڌي ٻوليءَ جي سڃاڻ، سنڌو لکت ۽ سنڌي ٻوليءَ جي اوسر، لفظن جي فعلي بنيادن ۽ 1000 ق.م واري دؤر ۾ سنڌو لکت جي اوسر متعلق تحقيق بعد تفصيلي روشني وڌي وئي آهي. ان سان گڏوگڏ ڪتاب جي آخر ۾ سنڌو سڀيتا جي قديم تهن تان لڌل لکتن جي خاڪن جو وچور پڻ ڏنو ويو آهي.

هن ڪتاب ۾ ايس. آر. راءُ، سنڌو لکت بابت پنهنجي تحقيق ۾ ڄاڻايو آهي ته: "سنڌو لکت، برهمي ۽ سامي لکت کان گهڻي پراڻي آهي، تنهنڪري اهو چوڻ صحيح ٿيندو ته برهمي ۽ سامي لکت پنهنجون علامتي نشانيون سنڌو لکت تان ورتيون آهن." ان کان سواءِ هن سنڌي ٻوليءَ جو قديم ايراني، لغوي ۽ معنوي لحاظ سان هند آريائي ٻوليءَ سان لاڳاپو پڻ ظاهر ڪيو آهي. هن ڪتاب جو پيش لفظ 'ٻه اکر' نالي سان ڊاڪٽر نواز علي شوق لکيو آهي.

'سنڌو لکت جو مطالعو' سلسلي جو هيءُ پهريون ڪتاب، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ طرفان سال 1994ع ڌاري ڇپائي پڌرو ڪيو ويو ڪچي جلد ۽ 143 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 90 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سنڌو ماٿر جي سڀيتا** (ڪتاب): هي ڪتاب نالي واري آثارِ قديمه جي ماهر محمد ادريس صديقي جو تحرير ڪيل آهي، جنهن ۾ سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب تمدن جي موضوع تي روشني وڌل آهي. هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو شمس سرڪيءَ ڪيو آهي.




هي ڪتاب سنڌ جي قديم آثارن، کوٽائيءَ مان ظاهر ٿيل قديم تمدن ۽ ثقافتي علامتن ۽ اهڃاڻن جي مدد ۾ تحقيق ۽ تصنيف جو عملي ۽ ادبي خزانو آهي، جنهن ۾ موهن جي دڙي، هڙاپا، چانهون جي دڙي، ست ڪاجن جي دڙي، علي مراد، ڪوٽ آمري، ڊبر ڪوٽ ۽ مختلف ماڳ مڪانن جي کوٽائيءَ مان حاصل ڪيل شين، اوزارن، هٿيارن، رانديڪن، ٺڪرن، ڌاتن مان ٺهيل مختلف شين، زيورن ۽ مٽين، مورتين ۽ ٻتن، سنگتراشيءَ جي سامان، عمارتسازي وغيره جي ڪيترن ئي حڪمت عملين مان انومان ڪڍي، تحقيق ذريعي اها ڳالهه پڌري ڪئي وئي آهي ته سنڌو ماٿري 5000 سال پراڻي شاهڪار تهذيب رهي آهي، جيڪا زندگيءَ جي هر شعبي، هنر ۽ حڪمت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئي ۽ سندس تعلقات همعصر تهذيبن جهڙوڪ: ميسوپوٽيميا جي تهذيب، بابلين تهذيب، اسيرين ۽ سميرين تهذيب، مصر، ايران ۽ عراق جي تهذيبن سان گهاٽا ۽ گهاٽا هئا. هتي جا رهواسي علم ادب، فن، هنر، تجارت، مذهب، زراعت، عمارت سازي، سنگتراشي ۽ ڪيترن ئي اعليٰ قسم جي ثقافتي ۽ نظرياتي خيالن ۽ ڪارنامن کان چڱي طرح واقف هئا.

هن ڪتاب جو تعارف ان وقت جي ڊاڪٽر فضل احمد خان ڊائريڪٽر محڪمه آثار قديمه پاڪستان جو لکيل آهي، جنهن ۾ سنڌو ماٿريءَ جي عظيم تهذيب ۽ ان جي مختلف ماڳن مڪانن جي کوٽائيءَ کانپوءِ ظاهر ٿيل تمدن جي عظمت بابت انڪشاف آهي. 'پيش لفظ' محمد ادريس صديقيءَ خود لکيو آهي، جنهن ۾ سندس تحقيقات بابت ويچار ظاهر ڪيل آهن. ڪتاب ۾ نقشا، خاڪا ۽ تصويرون به شامل آهن.

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1979ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشوري طرفان شايع ڪيو ويو. ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب 208 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو ٻيو شمارو 1995ع ۾ شايع ٿيو. هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سنڌو ماٿريءَ جي لکت جو اڀياس** (ڪتاب): سنڌو ماٿريءَ جي لکت بابت جان. اي مچينر جي ڪتاب Study of Indus Valley Script جو سنڌي ترجمو، نامور مترجم عطا محمد ڀنڀري ڪيو آهي. ڪتاب جي ابتدا ۾ صوبائي وزير انفرميشن ۽ آرڪائيوز انجنيئر محمد رفيق مغل، سيڪريٽري انفرميشن آرڪائيوز قاضي شاهد پرويز ۽ جنرل ايڊيٽر ڊاڪٽر ڪليم لاشاريءَ جا نوٽ ڏنا ويا آهن. مهاڳ عطا محمد ڀنڀري جو لکيل آهي، جنهن ۾ هن ڄاڻايو آهي ته سنڌو لکت (Indus Script) اٽڪل 4000 ق. م قديم آهي. مصر جي هيرو گلافي لکت 4000 ق. م ۽ 3000 جي وچ واري عرصي سان تعلق رکي ٿي، جڏهن ته ميسوپوٽيما جي سميري 'ڪيونيفارم' لکت جو 3200 ق. م ۽ 3000 ق. م جي وچ واري زماني سان واسطو آهي. مصر جي 'هيرو گلافي' ۽ سمير جي 'ڪيونيفارم' لکتون، آخري وقت تائين تصويري (Pictographic) رهيون آهن، پر سنڌو لکت 4000 ق. م کان وٺي تصويري (Ideographic) لکت آهي. امڪان آهي ته ان جي تصويري (Pictographic) مرحلي وارو ته، موهن جي دڙي هيٺان جر جي پاڻيءَ ۾ ٻڏل هجي. هيءَ لکت قديم آثارن جي روسي ماهر ڪئسل (Cassal) ڪي سنڌ جي قديم ماڳ آمريءَ جي تهه مان هٿ لڳي هئي، جنهن جي قدامت اٽڪل 4000 ق. م هئي. ان کان اٽڪل 30,32 سال اڳ، ان لکت جون مهرون قديم آثارن جي ماهرن ڊڪشت ۽ جان مارشل کي موهن جي دڙي مان مليون هيون. ان جي هڪ مهر سر اليگزينڊر ڪننگهام کي (1887) هڙاپا مان به ملي هئي. هن اهو به ڄاڻايو آهي ته سنڌو لکت جي ياڃ جي سلسلي ۾ سڀ کان پهريون مڪمل ڪتاب اي. واڊيل (1925ع) لکيو هو جيڪو ان زماني ۾ لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ ٻولين جو استاد هو. وٽس فقط 19 مهرون هيون، جن جي آڌار تي هن پنهنجو تحقيقي ڪم پورو ڪري ورتو هو. ان کان پوءِ جي. آر هنٽر سنڌو لکت جي موضوع تي پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪئي هئي. سندس خيال هو ته سميروارن سنڌو لکت تان گهڻو استفادو ڪيو آهي. ايڇ. اي مچينر، آسڪو پرپولا ۽ ٻين وانگر هن خيال جو قائل آهي ته سنڌو لکت تصويري آهي ۽ هن انهيءَ نظرئي کي آڏو رکي پنهنجو ڪم مڪمل ڪري ورتو. سندس انداز بيان ڏاڍو سولو، سهنجو ۽ عام فهم آهي.




هي ڪتاب اٺن بابن تي مشتمل آهي، جن ۾ سنڌو لکت جي اڀياس، ستن مٿانهن ماڳن، مختلف نشانين جي مچلن، دلمون، ماڳان، سيلوها، لکتن جي گرامر موجب شڪل وغيره تي بحث ڪندي باب اٺين ۾ نتيجو ڪڍيو ويو آهي. ڊيمي سائيز جي 136 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي پڪي جلد سان هي ڪتاب سنڌ آرڪائيوز کاتي ڪراچيءَ، 2013ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ ان جي قيمت 200 رپيا آهي.

**سنڌو منهنجي ساهه ۾** (ڪتاب): هي ڪتاب نامياري ليکڪ امر جليل جو تحرير ڪيل آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ 'نئون مهاڳ' جي عنوان سان ليکڪ جو لکيل آهي، جنهن ۾ هن لکيو آهي ته: "مان سنڌوءَ جي ڪري آهيان، منهنجي تحرير ڪي مقصد ۽ مقصد کي منصب سنڌوءَ ڏنو آهي." هن ڪتاب ۾ ليکڪ هر ڪالم کي ڪهاڻين وانگر عنوان ڏنا آهن. هن ڪتاب ۾ ٻيا ليک ۽ مختصر ڪهاڻيون چئن حصن ۾ ورهايل آهن. جن ۾ 'ٽتل آئيني جو عڪس'، 'چينو'، 'پيهي منجهه پاڻ' ۽ 'سنڌو منهنجي ساهه ۾' شامل آهن. هن ڪتاب جي هر حصي ۾ هڪ ئي خيال ۽ تاثر واريون ڪهاڻيون ڏنيون ويون آهن. ڪتاب جي ڪهاڻين واري پهرين حصي ۾ 21 ڪهاڻيون ڏنيون ويون آهن، جيڪي انهن انسانن بابت لکيون ويون آهن، جيڪي حالتن هٿان ڇچرجي ۽ مري وڃڻ کانپوءِ به تاريخ ۾ زنده رهندا آهن. ٻئي حصي ۾ ڪل 17 ڪهاڻيون ۽ مضمون، ٽئين حصي ۾ 19 ۽ چوٿين حصي ۾ 20 ڪهاڻيون ۽ مضمون شامل آهن.




خوبصورت، رنگين ٽائيٽل ۽ پڪي جلد سان هي ڪتاب 184 صفحن تي مشتمل آهي، هي ڪتاب 1999ع ۾ روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران ڇپيو. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سنڌو نگر جا سنڌي** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي برک ليکڪ ۽ شاعر ارجن 'سڪايل' جو لکيل آهي، جنهن ۾ هن مهاراشٽر رياست جي سنڌي وسندي 'سنڌو نگر' (الهاس نگر) جي تاريخ ۽ ترقيءَ سان گڏ سنڌو نگر ۾ سنڌيت جي هلچل بيان ڪرڻ کانپوءِ 'ياد رفتگان' عنوان هيٺ سنڌو نگر جي شاعرن، پڳتن، فنڪارن، اديبن، شاعرن، واپارين، سماجي ڀلائيءَ جي خدمتگارن، ڊاڪٽرن استادن، پرنسپالن، ٻئنڪارن، شهيد هيمون ڪالاڻي ۽ ان جي مجسمي جي مهورت ۽ ٻيو ڪوڙ سارو حال احوال تفصيلي طرح بيان ڪيو آهي. جڏهن ته هن ڪتاب ۾ سنڌو نگر جي سنڌين جي تعليمي، ادبي، سماجي، سياسي ۽ تهذيبي زندگيءَ جو نقشو شامل ڪيو ويو آهي. ڪتاب رنگين ۽ بليڪ اينڊ وائيٽ تصويرن سان سينگاريل آهي. ڊيمي سائيز جي 200 کن صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، سنڌي ڪتاب گهر، سنڌو نگر پاران 1995ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو، جنهن جي قيمت 100 روپيا آهي.



**سنڌ هاءِ ڪورٽ**: هيءَ ڪورٽ، سنڌ صوبي جي وڏي ۾ وڏي عدالت آهي، جيڪا 1906ع ڌاري سنڌ جي راڄڌاني ۽ مرڪزي شهر ڪراچيءَ ۾ قائم ٿي. سنڌ هاءِ ڪورٽ قائم ٿيڻ کان اڳ سنڌ ۾ ضلعي عدالتن ۽ سيشن ڪورٽن جو نظام رائج هو.

21 آگسٽ 1926ع تي قانون ٺاهيندڙ ۽ انصاف فراهم ڪندڙ ادارن، سنڌ صوبي لاءِ مکيه عدالت جي قيام جي منظوري ڏني. 1935ع



جي ائڪٽ هيٺ 1 اپريل 1936ع تي سنڌ، بمبئيءَ کان ڌار ٿي جدا صوبي جي صورت ۾ نروار ٿي، جنهن بعد سنڌ جي عدالتي ڪمشنر ۽ ججن جي تقرريءَ لاءِ برطانوي حڪومت شاهي حڪمناما جاري ڪيا.

اولهه پاڪستان ۾ عدالتي اداري جي قيام دوران ڪراچي بينچ ۾ ججن جو تعداد ٻارهن هو، جنهن کي بعد ۾ وڌائي پندرهن ڪيو ويو ۽ ڪجهه عرصي بعد سنڌ ۽ بلوچستان صوبي جي تشڪيل بعد سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ ججن جو ساڳيو تعداد 12 ۽ بلوچستان هاءِ ڪورٽ ۾ ٽي مقرر ڪيو ويو. سنڌ سيڪريٽريٽ ۽ پاسپورٽ آفيس ڪراچيءَ جي علائقي صدر ويجهو موجوده عدالتي عمارت جو تعميراتي ڪم 1923ع کان 1929ع جي عرصي دوران مڪمل ٿيو، جنهن تي مجموعي خرچ اٽڪل 30 لک 35 هزار روپيا ٿيو هو.

هن عمارت ۾ عدالتي ڪارروائيءَ لاءِ هال (Chambers)، 18 ججن لاءِ مختلف چيمبرس کان سواءِ اٽارني جنرل، ڊپٽي اٽارني جنرل، وفاقي شرعي عدالت جي رجسٽري، ايڊووڪيٽ جنرل، ايڊيشنل ايڊووڪيٽ جنرل، اسسٽنٽ ايڊووڪيٽ جنرل جون آفيسون ۽ هاءِ ڪورٽ بار لائبريري موجود آهن. سپريم ڪورٽ ۾ منتقليءَ کان اڳ سپريم ڪورٽ رجسٽري پڻ سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ قائم هئي.

1974ع ڌاري، سنڌ هاءِ ڪورٽ جي اڳوڻي عمارت جي اتر- اوڀر پاسي واڌارو ڪيو ويو، جنهن تي ڪل خرچ چاليهه لک روپيا آيو. اڳوڻي عمارت ۾ واڌاري بعد انصاف ۽ پارلياماني معاملن جي وزارت جي سيڪريٽري، انتظامي عيوضين، اسٽينڊنگ ڪائونسل، اسپيشل بينڪنگ ڪورٽ، وفاقي شرعي عدالت ۽ سنڌ بار ڪائونسل جي ڪارگذارين لاءِ سنڌ هاءِ ڪورٽ جو وڌايل حصو متعين ڪيو ويو.

1973ع جي آئين مطابق ارڙهين ترميم بعد سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ ججن جي تقرريءَ جو فيصلو آئين جي شق نمبر 175 (A) موجب سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس جي سربراهيءَ ۾ قائم عدالتي ڪميشن طرفان پارلياماني ڪميٽيءَ کي تجويز ڪيو ويندو، جنهن تي پارلياماني ڪميٽي، جج جي مقرريءَ جو فيصلو ڪندي. سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ جج جي تقرريءَ لاءِ اهو شرط لاڳو آهي ته جج چاليهن سالن جو پاڪستاني شهري هجي، ڏهن سالن جي عرصي تائين وڪالت يا عدالت جي انتظامي سرگرمين سان وابسته رهيو هجي ۽ پاڪستان جي ڪنهن به ضلعي عدالت ۾ جج طور ڪم ڪرڻ جو ٽن سالن جو تجربو رکندڙ هجي. سنڌ هاءِ ڪورٽ جو مقرر ڪيل جج 62 سالن جي عمر تائين پنهنجا فرض سرانجام ڏئي سگهي ٿو.

سنڌ هاءِ ڪورٽ ڪراچيءَ سان لاڳاپيل هڪ بينچ سکر ۾ ۽ سرڪٽ ڪورٽ حيدرآباد ۽ لاڙڪاڻي ۾ قائم آهن. سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ ججن جو مقرر تعداد 14 آهي. هن وقت سنڌ هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس جناب جسٽس مشير عالم آهي.

## سنڌ- هڪ عام جائزو (Sindh A General Introduction)

**ڪتاب**: سنڌي ادبي بورڊ جي 'سنڌ جي تاريخ' واري رٿا جي سيريز جو هيءُ پهريون ڪتاب، مشهور انگريز عملدار ۽ مؤرخ ايڇ. ٽي. لئمبرڪ (H.T. Lambrick) تيار ڪيو آهي. سنڌي ادبي بورڊ، سنڌ جي تاريخ مرتب ڪرڻ لاءِ (History of Sindh Series) هڪ اسڪيم 1951ع ۾ سنڌ سرڪار جي منظوريءَ سان جوڙي هئي، جنهن جو مقصد تاريخ جي اڳ واري دور کان وٺي قيام پاڪستان (1947ع) تائين سنڌ جي هڪ مڪمل تاريخ لکائڻ هو. اصل رٿا موجب 1954ع کان، سنڌ جي تاريخ هيٺين نون جلدن ۾ لکائي تيار ڪرڻ هئي:

(1) جلد پهريون: سنڌ- هڪ عام جائزو، (2) جلد ٻيو: سنڌ اوائلي دور- سنڌو تهذيب، ايرانين، سڪندر اعظم، سٿين، راءِ (ٻڌ) ۽ برهمڻ دور ۽ ان جي زوال تائين، (3) جلد ٽيون: عرب دور، (4) جلد چوٿون: غزنوين ۽ غورين کان وٺي سومرا دور تائين، (5) جلد پنجون: سمن جو دور، (6) جلد ڇهون: ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جو دور، (7) جلد ستون: ڪلهوڙن ۽ دائودپوٽن جو دور، (8) جلد اٺون: ٽالپرن جو دور ۽ (9) جلد نائون: برطانوي دور، سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائي ۽ قيام پاڪستان.

مختلف دورن جي تاريخ، مختلف عالمن ۽ تاريخدانن کي لکڻ

لاءِ ڏني وئي. پهريان ٻه دور ڊاڪٽر ايچ. ٽي. لئمبرڪ کي لکڻ لاءِ ڏنا ويا هئا. هن پهرين جلد جو پهريون انگريزي ڇاپو 1964ع ۾، ٻيو ڇاپو 1975ع ۾ ۽ ٽيون ڇاپو 1986ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو.

هي ڪتاب سنڌ جو هڪ تاريخي دستاويز آهي. ايچ. ٽي. لئمبرڪ هن ڪتاب ۾ سنڌ جي تاريخ، جاگرافي ۽ شهريت کي موضوع وار ڪنيو آهي. هن ڪتاب ۾ تاريخ کان آڳاٽي دور (Pre Historian) کان وٺي برطانوي راڄ ۽ قيام پاڪستان تائين جي سنڌ جي تاريخ کي بيان ڪيو ويو آهي.

ڪتاب جي مهاڳ ۾ لئمبرڪ لکيو آهي ته، ”هن سنڌ جي تاريخ تي آڳاٽي زماني کان جاگرافيائي ۽ آبهوائي اثر ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اهڙي جائزي ۾ ظاهر آهي ته ڪيترن ئي مختلف ماهرن جهڙوڪ: جيالاجسٽن، هائيڊروگرافن سان گڏ آرڪيالاجسٽن، جاگرافيدانن ۽ تاريخدانن جا رايا شامل آهن. باقي مواد منهنجي ذاتي مُشاهدن ۽ ڄاڻ تي مشتمل آهي، جيڪا مون کي ورهيه سنڌ ۾ گهاري اُتان جي رهواسين کان حاصل ڪئي هئي. مون پنهنجي سرڪاري نوڪريءَ دوران سنڌو درياهه ۾ سکر کان چوڙ تائين اوپارو ۽ لهوارو ڪيترائي پيرا سفر ڪيو. اُن وقت سکر بئراج اجا مڪمل نه ٿيو هو. پوءِ 1941ع ۾ آدمشماريءَ جي نگران هئڻ جي حيثيت سان مون کي اندرون سنڌ کي تمام ويجهڙائيءَ کان ڏسڻ جو موقعو مليو.“

هن ڪتاب ۾ ايچ. ٽي. لئمبرڪ پنهنجي مهارت ۽ محنت سان نقشا ۽ فوٽو به شامل ڪيا آهن، جيڪي وڏي اهميت جا حامل آهن. سنڌ (هڪ عام جائزو) ڪتاب ۾ جاگرافيائي حالتن ڪانسواءِ اُپرندي رڻ پٽ، سنڌ جي ميدانن ۽ سنڌو ندي، سنڌ جي ٽاڪرو (جابلو) علائقن، سنڌ جي تاريخ کان اڳ جي اوائلي تهذيبن، سنڌو تهذيب (بيهڪ ۽ آبهوا)، سنڌ آڳاٽي تاريخي زماني ۾، سنڌ پوءِ وارن ڪلاسيڪي تذڪرن موجب، سنڌ ستين ۽ اٺين صدي عيسويءَ ۾، سنڌ مسلمانن جي زماني ۾، سنڌ جا نسل ۽ ماڻهو سنڌي ٻوليءَ جهڙن موضوعن تي لکيو ويو آهي.

هن ڪتاب ۾ هندي رڻ پٽ جي وچايل ندي، وچولي زماني جي عرب جاگرافيدانن جي سنڌ تي لکڻين وارا موضوع ضميمي طور شامل ڪيا ويا آهن. هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو سليم احمد ڪيو آهي، جنهن جو پهريون ڇاپو 1982ع ۾ ٻيو ڇاپو 1992ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**سنڌ هيرالڊ** (اخبار): هي اخبار سنڌ جي ناميارِي اديب جيٺمل پرسرام، ڪراچيءَ مان 1929ع ڌاري جاري ڪئي، جا انگريزي ٻوليءَ ۾ هفتيوار اخبار هئي. جيٺمل هيءَ اخبار پنهنجي ڌيءُ لاءِ ڏاج جي پئسن (جيڪي ٽيرنهن هزار ڪن هئا) مان جاري ڪئي. هن اخبار جاري ڪرڻ لاءِ پاڻ حيدرآباد مان لڏي وڃي ڪراچيءَ ۾ رتن تلاءَ تي سمر هائوس نالي بنگلو وٺي ان جي مٿين حصي ۾ ڪٽنب سميت رهڻ لڳو. ڪراچيءَ ۾ ميري ويدر ٽاور جي پر ۾ ’راجا پرنٽنگ پريس‘ قائم ڪيائين. هن جو خيال هو ته هو ان کي روزاني اخبار ڪري ڪيندو، پر اڪيلي ماڻهوءَ لاءِ اهو مشڪل ڪم هو ۽ پنهنجي دوست لالچند امرڏنيمل جڳتياڻيءَ کي به ڪراچيءَ ۾ گهرائي پاڻ سان گڏ هيٺين حصي ۾ رهايائين. ترت ’سنڌ هيرالڊ‘ انگريزيءَ ۾ هفتيوار ڪري ڇاپڻ شروع ڪيائين. ساڻس ’هندستان‘ نالي اخبار ۾ ڪم ڪندڙ شانتي شهاڻي به سنڌ هيرالڊ جي سَٽ ۾ شامل ٿي. 1931ع ۾ سنڌ هيرالڊ جو سنڌي ايڊيشن روزاني اخبار جي صورت ۾ نڪرڻ لڳو، جنهن جو ايڊيٽر جيٺمل پاڻ هو. جيٺمل جي پٽ رام پنهنجي ياد گيرين ۾ لکيو آهي ته انهيءَ دؤر ۾ جيٺمل کي چڱو نقصان پيو هو قرض ڪڍي پريس جي خرچن کي مُنهن ڏيندو هو، پر ڪجهه عرصو منگهارام مهتاڻيءَ سنڌ هيرالڊ جي خرچ پکي ۽ وڪري جون واڳون سنڀاليون ته به ٽي هزار هر مهيني بچڻ لڳا. 1932ع ۾ هڪ انگريز ظالم پادري بابت هڪ رپورٽ ڇپڻ تي سنڌس پريس کي سرڪار ضبط ڪري نيلام ڪيو، جيڪا ڪشنچند ورتي ۽ ڪراچيءَ مان حيدرآباد ڪڍي آيو. اهڙيءَ طرح هيءَ اخبار بند ٿي وئي.

**سنڌئن فڻن بليٽن** (ماهوار): هي رسالو جنوري 1938ع کان جاري ٿيو. سنڌي ۽ انگريزي ٻولين ۾ نڪرندڙ هن رسالي جو ايڊيٽر پريم داس جي چاٻڙيا هو. ”تلڪ پريس“ سکر ۾ ڇپجندڙ هن رسالي ۾ فلمي خبرون ۽ رنگين تصويرون پڻ ڇاپيون وينديون هيون.

**سنڌ ۽ بلوچستان جو سير سفر** (ڪتاب): انگريز گماشتي ليفٽيننٽ هينري پاٽنجر جي سنڌ ۽ بلوچستان جي سفرنامي تي ٻڌل روزنامچي جو هي سنڌي ترجمو ’سنڌ ۽ بلوچستان جو سير سفر‘، سومار علي سومري ڪيو هو، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ پهريون ڀيرو 1976ع ۾ شايع ڪيو هو ۽ ان جو هي ٻيو ڇاپو 1993ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي. هينري پاٽنجر، بمبئيءَ جي ديسي پيادل فوج جي انگريز ڪئپٽن چارلس ڪرسٽيءَ جي ماتحتيءَ ۾، هي سفر 1810ع جي شروعات کان بمبئي بندر کان شروع ڪيو. سفر جو مقصد انهن علائقن جي جاگرافيائي صورتحال،




سماجي ۽ سياسي حالتن جي ڄاڻ حاصل ڪري، انگريز سرڪار کي ان کان واقف ڪرڻ هو. هي سفر، انگريز سرڪار جي سرپرستيءَ ۽ سربراهيءَ هيٺ، وڏي رٿا ۽ رمزسان رٿيو ۽ طئي ڪيو ويو هو.

هينري پاٽنجر اول هن سفر جو خاڪو انگريزي حڪومت جي معلومات لاءِ رپورٽ يا روبڪاريءَ جي صورت ۾ تيار ڪري، هندستان جي گورنر جنرل ۽ سنڌس صلاحڪار جماعت کي پيش ڪيو هو. بعد ۾ انهيءَ روبڪاريءَ ۾ هن پنهنجو جاگرافيائي اڀياس، انگن اکرن ۽ واقعن

جي معلومات سميت، وڌائي ۽ سڌاري ڪتابي صورت ۾ ترتيب ڏنو. ڪتاب ۾ سمنڊ، جبل، جهنگ، ٻيلا، نديون، نئيون، واهه، انهن جا وهڪرا، رستا، شهر، ڳوٺ، مفاصلا، پراڻن ۽ گم ٿي ويل شهرن ۽ ڳوٺن جي هجڻ جا هنڌ ۽ حالتون، انهن جي نهڻ ۽ ڦٽڻ جا اولا، ماڻهن جا ڌنڌا ۽ ڪرتوت، هنر ۽ ٻوليون، پيداواري وسيلا، واپار، افرادي قوت، گهرن جي اڏاوت ۽ سجاوٽ، آبادين جا انگ اکر، پوکون، ميوا، جانور، پکي، معدني ذخيرا، آبهوا ۽ ان جا اثر، سردارن ۽ حاڪمن جي حيثيت ۽ مزاج، عام ماڻهن جي حالت، ڏوهه ۽ سزائون- مطلب ته سنڌ ۽ بلوچستان جي تڏهوڪي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي جوڙجڪ ۽ جاگرافيائي صورتحال جي تفصيل سان گڏ، هينري پاٽنجر جي هن سفرنامي ۾ خود انگريزن جي تڏهوڪي حڪمت عملي، نيتون ۽ ارادا به درج ٿيل آهن.

502 ڊيمي سائيز جي صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 120 روپيا آهي.

**سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون** (ڪتاب): هي ڪتاب اوڻويهين صديءَ جي مشهور انگريز مصنف، رچرڊ برٽن جي تصنيف (Sindh & the Races that inhabit in the valley of the Indus) جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو محمد حنيف صديقيءَ ڪيو آهي.




رچرڊ برٽن 1843ع ۾ انگريزن جي فتح ڪانپوءِ ڪافي عرصي تائين سر چارلس نيپئر جي هٿ هيٺ سنڌ ۾ رهيو. اهڙيءَ ريت کيس سنڌ جي حالتن کي جاچڻ جو موقعو مليو. برٽن انهيءَ عرصي ۾ سنڌ بابت جيڪي چار ڪتاب لکيا، تن مان هي هڪ آهي. انگريزن سنڌ تي جنهن ويساهه گهاتيءَ ۽ چالاڪيءَ سان قبضو ڪيو هو، ان جو اظهار هن طنزيه انداز ۾ هڪ دفعي هن ريت ڪيو هو: ”جڏهن به نيڪ خاتون برطانيه، انين حڪم کي پيچڻ واري هوندي آهي، تڏهن هوءَ وڏي پارسائيءَ، تقدس ۽ فضل الاهيءَ جو ڏيکاءُ ڪندي آهي، عيسائين جي تبليغ جا قصيدا پڙهندي آهي، دنيا ۾ تهذيب کي ڦهلائڻ جي عزم جو اظهار ڪندي آهي ۽ پوءِ انهن بي انت فائدن جو ذڪر ڪندي آهي، جيڪي وحشين کي، سنڌيس رعيت ٿيڻ ۽ ڍل ادا ڪرڻ جي اجازت ملڻ تي نصيب ٿيندا آهن.“ پر انهن خيالن رکڻ جي باوجود رچرڊ برٽن فاتح قوم جو هڪ فرد هوءِ سنڌس نگاهه ۾ سنڌ جا رهاڪو مفتوح مشرقي هئا. اهوئي سبب آهي جو هن ڪتاب ۾ سنڌ جي رهاڪن ڏانهن برٽن جي رويي ۾ لاتعلقي،




بي ترسي ۽ طنز نمايان اچي ٿي. سنڌ جي رهاڪن ۾ هن کي انيڪ عيب نه چٽا ڏسڻ ۾ اچن ٿا، پر منجهن خير ۽ خوبي ڪا لاچار نظر اچي ٿي. هو سنڌ جي رهاڪن جي دقيانوسي غير صحتمند رسمن ۽ رواجن تي ته ڀرپور حملا ڪري ٿو پر سندن ڪنهن به شاندار روايت، اعليٰ وصف يا ثقافتي ورثي جو کليءَ دل سان ڪٿي به ذڪر ڪو نه ٿو ڪري... هن ڪٿي ڪٿي مسلمانن ۽ ٻين مذهبن وارن تي نازيبا حملا ڪيا آهن، جي هن سنڌي ترجمي مان هذف ڪيا ويا آهن.

هي ڪتاب 13 بابن ۾ ورهايل آهي. باب پهرئين ۾ سنڌ جو ٻاهريون روپ، ان جي فوجي ۽ تجارتي اهميت، ملڪ جي صورت ۽ تاريخ جو خاڪو پيش ڪيو ويو آهي. باب ٻئي ۾ سنڌو نديءَ جي قديم پيٽ، حاڪمن جي حڪومت ۾ واهن رستي آبادي ۽ ميرن جي صاحبيءَ ۾ ڍلن جي سرشتي کي بيان ڪيو ويو آهي. باب ٽئين ۾ سنڌي قصن جي فهرست، صوبي جون زبانون ۽ هر زبان جو مختصر احوال ڏنو ويو آهي. باب چوٿين ۾ سنڌ جي ٽن سڀ کان مشهور مصنفن- مخدوم هاشم، مخدوم عبدالله ۽ سيد عبداللطيف (شاهه لطيف) جي حياتي، ساموين جي پيشنگوين، سسئي پنهون ۽ مارئي ۽ عمر سومري جي قصن مان انتخاب ڏنو ويو آهي. باب پنجين ۾ راڻي ۽ مومل، سهڻي ۽ ميهار، دودي ۽ چنيسر، هير ۽ رانجهي، دولهه دريا خان ۽ مل محمود جا قصا ڏنا ويا آهن. باب ڇهين ۾ ڏيهي حاڪمن ۽ انگريزن جي حڪومت ۾ درسگاهن ۽ مڪتبن ۾ اسلامي تعليم، طب، جراحت وغيره جو اڀياس، هندن جي تعليم ۽ ماڻهن يڪ تعليم ڪيئن ڏجي (نسختي الف- ب جي فادي ۾)- جو ذڪر آهي. باب ستين ۾ سنڌ جي ان وقت جي پنگتي حالت، ملاقات جي دستور، نشي جي رواج، قومي مذهب جي خصوصيت، روحاني علم، شيطاني علم، جادو ۽ ڪيميا، خوابن ۽ هٿ ڏسڻ جي علم، سوڻن سانڻ ۽ سزائن جو ذڪر آهي. باب اٺين ۾ سنڌ ۾ تصوف، صوفي شاعرن، صوفين جي جلالي ۽ جمالي طريقن، قلندر شهباز ۽ سنڌ جي مشهور اوليائن جو ذڪر آهي. باب نائين سنڌ ۾ رهندڙ ٻين قومن- سيدن وغيره، افغانن يا پٺاڻن، بلوچن، جتن، ميمڻن ۽ خواجن، مهاڻن ۽ ماڇين، حبشي غلامن ۽ سندن ٻوليءَ جو نمونو ڏنو ويو آهي. باب ڏهين ۾ سنڌ ۾ ٻار جي ڄم جي رسمن، مڱڻي، شاديءَ جي رسمن، موت ۽ دفن، قبرن ۽ مقامن جو احوال ڏنو ويو آهي. باب يارهين ۾ اصل سنڌين جي رسمن، پوشاڪ، راندين، زالن جي رواج، اخلاق، عادتن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. باب ٻارهين ۾ سنڌ جي هندن ۽ سندن ذاتين، هندو ڌرم جي هاڻوڪي حالت، سلوڪن ۽ شبدن جا نمونا ڏنا ويا آهن. باب تيرهين ۾ عامل طبقي، ان جي اصل نسل، نوڪري، شهرت، رواج، شادي غمي ۽ ڪرياڪرمن جي رسمن جو بيان شامل آهي. ڪتاب جي آخر ۾ مترجم ليکڪ سر رچرڊ فرانسز برٽن جي حياتيءَ جو مختصر احوال ڏنو آهي.

ڊيمي سائيز جي 381 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پهريون ڀيرو سال 1971ع ۾ شايع ڪيو هو. ان بعد 1976ع ۽ 1995ع ۾ ان جا ٻه ٻيا ڇاپا به آندا ويا. ٽئين ڇاپي جي قيمت 80 روپيا آهي.

**سنڌ ۽ سنڌين بابت** (Something About Sindh & Sindhis: ڪتاب): هي ڪتاب ’سنڌ ۽ سنڌين بابت‘ انگريزيءَ ۾، هند جي مشهور ليکڪ صاحب بجاڻيءَ جو سوالن جوابن جي انداز ۾ لکيل آهي. ڪتاب هيٺين عنوانن ۾ ورهايل آهي: (1) تاريخ (History)، (2) جاگرافي (Geography)، (3) سڀيتا (Civilization)، (4) ٻولي ۽ لپي (Language & Script)، (5) ادب (Literature)، (6) سياست (Politics)، (7) فلم ۽ اسٽيج (Film & Stage)، (8) شخصيتون (Personalities). ڪتاب ۾، شاهه، سچل، سامي، اُڏيري لعل، ناميارن فنڪارن: ڪنور ڀڳت، ساڌو ٽي. ايل. واسواڻي، دادا جشن واسواڻيءَ ڪانسواءِ ماسٽر چندر، پروفيسر رام پنجواڻي، ڀڳونتي ناواڻي، شانتي هيرانند، راڻي ڪرنا، انيلا سندر، مشهور عوامي قصن: راءِ ڏياچ، ليلا چنيسر، مارئي، مومل راڻي، نوري ڄام تماچي، سهڻي ميهار، مورڙي ۽ مانگر مڇ، سنڌ جي شهيد هيمون ڪالاڻي، سياستدانن: ڄيٺي سپاهيملاڻي، چوئٿرام گدواڻي، نامور اديبن: ديوان ڪوڙيمل، مرزا قليچ بيگ، ڏيارام گدومل، ڀيرو مل مهرچند آڏواڻيءَ، ڄيٺمل پرسرام، لعلچند امرڏنومل، منگهارام ملڪاڻي، تيرٿ بسنت، پوپٽي هيراننداڻي، ڪيرت ٻاٻاڻي، گوبند مالهي، هوندراج دکايل، هري دلگير، اي. جي. اتم، موهن ڪلپنا وغيره بابت دلچسپ سوال جواب ڏنل آهن.

ڊيمي سائيز جي 82 صفحن تي مشتمل ڪتاب، انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ڇپايو آهي، ان ڪري اُن جا ٻه اکر، اداري جي ڊائريڪٽر ڊاڪٽر ستيش روهڙا لکيا آهن.

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2000 ڪاپيون، 1997ع ۾ ڇپيو ۽ اُن جو ٻيو ڇاپو 1999ع ۾ پڻ 2000 ڪاپيون ڇپيون جنهن جي قيمت 30 روپيا آهي.

**سنڌي آرٽسٽ فورم:** هن ڊرئميٽڪ سوسائٽيءَ جو 1979ع ۾ اسرار شام بنياد رکيو جنهن جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار به اسرار شام هو. هن منڊليءَ پاران ڪيترائي ناٽڪ پيش ڪيا ويا، جن مان ’عام اطلاع‘ مشهور ناٽڪ هو. جنهن ۾ شهناز، شهباز خان، عاشق انصاري، الطاف سومري، لياقت شيخ، زاهد مرزا ۽ مقبول ميمڻ، اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا.

**سنڌي ادب[1]** (ڪتاب): هي ڪتاب پير حسام الدين شاهه راشديءَ، 1952ع ڌاري اردو زبان ۾ لکيو. هن ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ’سنڌي ادب‘ جي عنوان سان ٿي 1981ع ڌاري غلام محمد لاکي ڪيو. پير حسام الدين راشديءَ هن ڪتاب کي اردوءَ ۾ ان ڪري تحرير ڪيو، جو هندستان مان آيل مسلمان پڻ سنڌي ادب متعلق مناسب ڄاڻ حاصل



ڪري سگهن. هي ڪتاب پهريون ڀيرو ڪراچي مان ’پاڪستان پبليڪيشن‘ پاران 1952ع ۾ شايع ٿيو. ان وقت هڪ رٿا تحت پاڪستان جي ٻين مقامي ٻولين جي ادب متعلق ڪتاب شايع ٿيا هئا. هن ڪتاب جي اشاعت هند سنڌ توڙي ماسڪو ۽ يورپ ۾ سنڌي ٻولي ۽ ادب جي اڀياس لاءِ نيون راهون هموار ڪيون.



هن ڪتاب جو روسي ترجمو ييگوروا رئيسا (Miss Yegorora Raissa) 1963ع ڌاري ڪيو. جيڪو Institute of People of Asia, The Science Academy of the USSR Moscow پاران شايع ڪيو ويو.

سنڌي ادب جي تاريخ جي لحاظ کان هي پهريون ڪتاب آهي، جيڪو پنهنجي هيئت ۽ تاڃي پيٽي جي تشڪيل ۾ مڪمل ماخذ جي حيثيت رکي ٿو. راشدي صاحب هن ڪتاب جو سٽاءُ هن طرح سان ڪيو آهي: (1) سنڌي ٻولي جي تاريخ، (2) سنڌي ٻوليءَ جو ادب، (3) ارغون، ترخان ۽ مغل دور جو ادب، (4) ڪلهوڙن جي دور جو سنڌي ادب، (5) ٽالپوري دور جو سنڌي ادب، (6) برطانوي دور جو ادب، (7) موجوده پاڪستاني دؤر، (8) سنڌي شاعري جون صنفون.

پير صاحب سنڌي ادب جي تاريخ ۽ سنڌي زبان جو هڪ واضح نقشو ڏنو آهي، جنهن کي سياسي دورن ۾ ورهائي مختلف بابن ۾ نمايان ڪيو ويو. هن ڪتاب ۾ ڪجهه قدر خاميون پڻ آهن، جيڪي دراصل مواد جي کوٽ سبب پيدا ٿيون آهن. ان جي باوجود به هي ڪتاب ادبي تذڪره نگارن ۽ مورخن لاءِ بيحد ڪارائتو ثابت ٿيندو رهيو آهي.




هن ڪتاب مان ڪيترن ئي محققن سنڌي ادب جي تاريخ لاءِ حوالا ڪنيا آهن. مثلاً: لالسنگهه اجواڻيءَ پنهنجي ڪتاب ’هسٽري آف سنڌي لٽريچر‘ (1970ع) ۾ هن ڪتاب تان ڪيترائي حوالا ڪنيا آهن. الهه بخش نظاماڻي ’لوڪ ادب جي ارتقائي تاريخ‘ (1971ع) ۾ پڻ هن ڪتاب تان تمام گهڻي مدد ورتي آهي. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي-’سنڌي ادب جو تاريخي جائزو‘ (1972ع) ۽ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو- ’سنڌي ادب جي مختصر تاريخ‘ 1973ع ۾ پڻ هڪ اهم ماخذ طور هن ڪتاب جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ميمڻ عبدالمجيد سنڌي جي ترتيب ڏنل تاريخ جي سٽاءُ بلڪل ’سنڌي ادب‘ سان ملي ٿو. ڊاڪٽر شمل جرمن اسڪالر، 1974ع ۾ ’سنڌي لٽريچر‘ نالي مختصر ڪتاب لکيو آهي، جنهن ۾ پڻ ’سنڌي ادب‘ تان ڪيترائي حوالا ڪنيل آهن. انهن سڀني ڳالهين کي ڏسندي راشدي صاحب

جو هي ڪتاب هڪ طرف هندستان کان آيل مهاجرن لاءِ ڪارائتو ثابت ٿيو ته ٻي پاسي هي سنڌي ادب جي تاريخ جو تمام مکيه، اهم ۽ هڪ ضروري بنيادي ماخذ ثابت ٿيو آهي.

هن ڪتاب جي غلام محمد لاکي واري ترجمي جو پهريون ڇاپو، گرامي پبليڪيشن دولتپور شايع ڪيو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو، سنڌ تحقيقي بورڊ 1996ع ۾ ڊيمي سائيز ۾ شايع ڪيو آهي.

**سنڌي ادب**[2] (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ناميارِي اديب يوسف سنڌيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ ليکڪ، 100 سنڌي اديبن جي سوانح ۽ ادبي تخليقي ڪم جو جائزو پيش ڪيو آهي. ڪتاب جي ارپنا ليکڪ پنهنجي ٻن نياڻين، ڇئن پٽن ۽ گهر واريءَ جي نالي ڪئي آهي. ڪتاب جو مهاڳ ڊاڪٽر فهميده حسين لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ هند جي ٻه ڪجهه سنڌي اديبن جا خاڪا شامل آهن. ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي ليکڪ جو پروفائيل ڏنو ويو آهي.




ڊيمي سائيز ۾ چار رنگي ٽائيٽل سان، پڪي جلد ۾ 528 صفحن تي مشتمل، هن ڪتاب جي قيمت 550 روپيا آهي، ۽ هي سڄائي اشاعت گهر دڙي (ضلعي ٺٽي)، جولاءِ 2011ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**سنڌي ادب تي هڪ نظر** (ڪتاب): هي مختيار احمد ملاح جو ڪتاب، پي. سي. ايس، سي. ايس. ايس، ايم. اي سنڌيءَ جي امتحانن ۽ انٽرويو لاءِ تيار ڪيل آهي. هن ڪتاب کي هيٺين بابن ۾ ورهائي پيش ڪيو ويو آهي: (1) سنڌي زبان جي تاريخ: هن باب ۾ سنڌي زبان جي شروعات ۽ صورتخطيءَ کانپوءِ سنڌي ٻوليءَ بابت مختلف عالمن جا نظريا ۽ سنڌي زبان جي تاريخ تي شايع ٿيل ڪتابن جو تفصيل ڏنو ويو آهي، (2) عرب دور، (3) سومرن جو دور، (4) سمن جو دور، (5) ارغونن جو دور، (6) ترخان دور، (7) مغل گورنرن جون دور، (8) ڪلهوڙن جو دور، (9) ٽالپرن جو دور، (10) انگريزن جو دور. هنن بابن ۾ مٿين دورن بابت معروضي سوال ڏنئي، ان دور جي گورنرن ۽ حڪمرانن جو تفصيل ڏنو ويو آهي، گڏوگڏ پير صدرالدين، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ کان وٺي سچل سرمست، سامي ۽ بيدل تائين ڪيترن ئي شاعرن جو مختصر احوال ڏنو ويو آهي، ان کانپوءِ جي بابن ۾ سنڌي نثري ادب انگريز دور ۾، انگريز دور جا ڪي مشهور شاعر ۽ نثرنويس، آزاديءَ کانپوءِ وارو دور، سنڌي ادب جي عام ڄاڻ، آزاديءَ کانپوءِ جا شاعر ۽ نثر نويس، آزاديءَ کانپوءِ هندستان جا اديب، ڪجهه ڪتابن جو مختصر مطالعو ادبي اصطلاحن جي لغت ۽ آخر ۾ حل شده پيپر، مددي ڪتابَ ۽ مقالن جي لسٽ ڏني وئي آهي.




ڊيمي سائيز جي 608 صفحن تي مشتمل ڪتاب جو هي ٽيون ڇاپو، 2012ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي، جنهن جي قيمت 500 روپيا آهي.

**سنڌي ادب جو تنقيدي ۽ تحقيقي جائزو** (ڪتاب): سنڌي ادب جي تاريخ کان ويندي دور جديد تائين تحقيقي انداز ۾ لکيل هيءُ ڪتاب طارق عزيز شيخ جو آهي. ڇاپيٽيءَ جي امتحان ۾ سنڌيءَ جو مضمون کڻندڙ شاگرن لاءِ هن ڪتاب ۾ خاص طور تي لاڀائتو مواد شامل ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ سنڌي ٻولي، ادب، نثر، شاعري، لوڪ ادب، لوڪ شاعري، نثرنگاري ۽ صحافت جي تاريخ ڏنل آهي، جڏهن ته ڪتاب جي آخر ۾ سنڌي ادب جي تاريخ جا نوٽس ڏنل آهن.

394 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب کي ڪاٺياواڙ اسٽور، اردو بازار ڪراچيءَ پاران ڇپرايو ويو، جنهن جو پهريون ڇاپو 2001ع ۾، جڏهن ته ٻيو ڇاپو 2011ع ۾ شايع ٿيو، هن ڪتاب جو ملهه 200 روپيا ڇاٽايل آهي.

**سنڌي ادب جي ارتقائي تاريخ** (ڪتاب): هي ڊاڪٽر شمس الدين عرسانيءَ جي، سنڌي ادب جي تاريخ بابت، تحقيقي ۽ تنقيدي ڪتاب آهي. هي ڪتاب ڇهن بابن تي مشتمل آهي. باب پهريون: سنڌي ادب، قديم کان جديد دور تائين، باب ٻيو: سنڌي ادب ۽ تنقيدي شعور، باب ٽيون: ادبي صنفون ۽ ڳڻ ڳوت، باب چوٿون: سنڌي اسلوب ۽ اسلوب نگار، باب پنجون: سنڌي تنقيد ۽ تنقيد نگار، باب ڇهين ۾ ضميمو ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ انهن ادبي ۽ سماج سڌار شخصيتن، تحريڪن، تنظيمن ۽ ادارن جو تفصيل ڏنو ويو آهي، جيڪي هن ڪتاب ۾ شامل آهن.



ڊيمي سائيز جي 504 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب اوسر پيڙهيڪا، حيدرآباد پاران، جنوري 2009ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي، جنهن جي قيمت 300 روپيا آهي.

**سنڌي ادب جي تاريخ** (ڪتاب): هي ڪتاب ’سنڌي ادب جي تاريخ‘ اصل ۾ لعل سنگهه هزاري سنگهه اجواڻيءَ جي انگريزيءَ ۾ History of Sindhi Literature جي نالي سان لکيل تاريخ جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو نالي واري ليکڪ ۽ نقاد هيري شيوڪاڻيءَ ڪيو آهي. هن ادبي تاريخ ۾ سنڌ ۽ سنڌي، سنڌي ٻوليءَ جي اصل نسل، سنڌي ادب جي سرچشمن، صوفي مت ۽ سنڌي جيون سرشتي،




شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ کان اڳ جي شاعرن، شاهه ۽ شاهه جي رسالي کان وٺي برطانوي دؤر ۾ سنڌي نثر ۽ ناٽڪ تائين جو جائزو ورتو ويو آهي.

ڊيمي سائيز جي 396 صفحن تي مشتمل پڪي جلد سان هي ڪتاب 1991ع ۾ ساهتيه اڪيڊمي، نئين دهليءَ ڇپايو آهي، جنهن جي قيمت 120 روپيا آهي. ان جو ٻيو ڇاپو سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد 2007ع ۾ شايع ڪيو.

**سنڌي ادب جي تاريخ**[2] (ڪتاب): هي ٽن جلدن ۾ ڇپيل سنڌي ادب جي تاريخ، سنڌ جي ٻوليءَ جي ناميارِي اديب ۽ عالم ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جي تصنيف آهي. هن کان اڳ جوڻيجي صاحب 1973ع ۾ 'سنڌي ادب جي مختصر تاريخ' ڪتاب لکيو هو، جنهن جا چئن کان وڌيڪ ڇاپا پڌرا ٿي چڪا آهن. بعد ۾ هن سنڌي ادب جي تاريخ ٽن جلدن ۾ تفصيلي لکي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي حوالي ڪئي ۽ اداري اهي ٽئي جلد ترتيبوار 2004ع، 2005ع ۽ 2006ع ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا. هي ٽئي جلد سنڌي ادب جي شاگردن، اديبن ۽ چٽاڀيٽيءَ جي امتحانن لاءِ تياري ڪندڙن لاءِ ڪارائتا ثابت ٿيا آهن. هيٺ 'سنڌي ادب جي تاريخ' جو جلد وار تفصيل ڏجي ٿو:

هن ڪتاب جو پهريون جلد، هيٺين دورن ۾ ورهايل آهي. پهريون دؤر: سنڌي شاعريءَ جي ابتدا، سومرن جو دور، اسماعيلي داعين جو ڪلام، سمن جو دؤر ۽ ان دؤر جا شاعر، قاضي قادن، مخدوم نوح، پير محمد لکوي، دادو ديال، شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو لطف الله قادري، پراڻ ناٿ، ميون شاهه عنات رضوي ۽ ٻيا شاعر. هي دؤر ڇهن بابت تي مشتمل آهي.
ٻيو دؤر: شاهه لطيف، مخدوم عبدالرئوف ڀٽي، مخدوم محمد زمان لنواريءَ وارو، ميان صاحبڏنو فاروقي، ميين شاهه عنات جي خاندان جا شاعر، تمر فقير، عروضي شاعريءَ جي ابتدا، لسٻيلي ۽ ڪڇ جا شاعر. هي دؤر چئن بابن تي مشتمل آهي. ٽيون دؤر: ميرن جو دور، سچل سرمست ۽ ان جا هالڪا، سنڌي موسيقي ۽ ڪافي- ٻن بابن تي مشتمل آهي. هي جلد ڊيمي سائيز جي 352 صفحن تي مشتمل 2004ع ۾ ڇپيو.




ڪتاب جو ٻيو ڀاڱو ٻن دورن تي مشتمل آهي، پهرئين دؤر ۾ بيت، ڪافي، مدح، مناجات ۽ ٻين صنفن جي شاعرن سان گڏ روحل فقير ۽ ڪنڊڙيءَ جا ٻيا شاعر صوفي صادق، خليفو نبي بخش، حسن بخش شاهه، خواجه غلام فريد، محمود فقير ڪٽياڻ، حمل فقير وغيره کان وٺي سانوڻ فقير تائين شاعر بيان ڪيا ويا آهن. ٻئي دؤر ۾ ويدانتي ڪلام، عروضي شاعري ۽ عروضي شاعرن جو احوال ڏنل آهي، جنهن ۾ سامي، صوفي دلپت ۽ آسورام جو ذڪر آهي. آخر ۾ جديد سنڌي شاعري ۽ جديد شاعرن بابت سرسري ذڪر ڪيو ويو آهي. ڊيمي سائيز جي 595 صفحن تي مشتمل هي جلد 2005ع ۾ ڇپيو.




هن ڪتاب جي ٽئين جلد ۾ ڪل 9 باب آهن. باب پهرئين: سنڌي نثر جي ابتدا، قصا ۽ داستان. باب ٻئي ۾ ناول، باب ٽئين ۾ ناٽڪ، باب چوٿين ۾ افسانو/ ڪهاڻي، باب پنجين ۾ سوانح عمري، باب ڇهين آتم ڪهاڻي، باب ستين ۾ سفرناما، خط نويسي ۽ خاڪا نويسي ۽ ڊائريون. باب اٺين ۾ تنقيد، مضمون نگاري ۽ اهم ڪتاب ۽ رسالا، جڏهن ته نائين باب ۾ محققن ۽ ٻارن جي ادب بابت معلومات ڏني وئي آهي. هي ڪتاب ڊيمي سائيز جي 249 صفحن تي مشتمل آهي. ٽنهي جلدن جي قيمت 200 روپيا في جلد آهي.

**سنڌي ادب کي مختلف رجحانات** (ڪتاب): هن اردو ڪتاب ۾، پروفيسر محبوب علي چنا، سنڌي ادب ۾ مختلف لاڙن/ رجحانن کي متعارف ڪرايو آهي. هن قديم دؤر کان وٺي جديد دؤر تائين سنڌي ادب جي لاڙن جو احاطو ڪيو آهي. هي ڪتاب عام پڙهندڙ کان وٺي ادب جي طالب علمن تائين هي ڪتاب سنڌي ادب جي تاريخ ۽ ان جي ارتقا جي اڪثر رخن جو احاطو ڪري ٿو ۽ تقريباً لاڳاپيل هر اداري ۽ فرد جو ان ۾ تذڪرو شامل آهي. ڪرائون سائيز جي 70 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب اداره صالح سيريز، لطيف آباد، حيدرآباد، 1972ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.



**سنڌي ادب محل پبليڪيشن**: سنڌي ادب محل پبليڪيشن شڪارپور جو بنياد 1966ع ۾ بيدل مسرور بدويءَ وڌو. غلام رسول ميمڻ، عبدالغني، سليم چنا ۽ نديم قاضي ساڻس سهڪاري ۽ ٻانهن ٻيلي هئا. سنڌي ادب محل پبليڪيشن پاران افسانوي ادب جي اشاعت طرف توجهه ڏنو ويو. ان سلسلي ۾ 1970ع ۾ بيدل مسرور جو ڪتاب 'چند هنگاما' شايع ڪرايو ويو، جنهن ۾ بيدل مسرور جون طبعزاد ڪهاڻيون ڏنل آهن. 'ڏوراپو' نالي ڪهاڻين جو هڪ مجموعو نديم قاضيءَ جو لکيل پڻ ساڳئي سال پڌرو ڪيو ويو. 1971ع ۾ بيدل مسرور جو

'راڻي' ناولٽ ۽ نذير قاضي جي ڪهاڻين جو مجموعو 'منزل ايندي ماڳ به ايندا' شايع ٿيا. بعد ۾ 'جندڙي' ۽ 'ڪاڪ محل' به ڇپايا ويا. هن پبليڪيشن پاران هر مهيني گلشن سيريز جي نالي سان سلسليوار رسالو به شايع ڪيو ويندو هو. جنهن جي ادارت جا فرائض غلام رسول ميمڻ سرانجام ڏيندو هو. ادب محل پبليڪيشن پاران اشاعتي سلسلي کان سواءِ ادبي ميڙاڪن، مشاعرن ۽ موسيقيءَ جي محفلن جو به اهتمام ڪيو ويندو هو. جنهن ۾ شڪارپور شهر کان علاوه ٻاهريان اديب، شاعر ۽ فنڪار اچي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا هئا. هن اداري تمام وڏا ڪم ڪيا، جنهن ڪري هن جون خدمتون ڪڏهن به وساري نه ٿيون سگهجن.

**سنڌي ادب ۾ بعد جديديت** (ڪتاب): هي ڪتاب، دهلي يونيورسٽيءَ جي ڊپارٽمينٽ آف ماڊرن انڊين لئنگويجز ۽ لٽرري اسٽڊيز پاران ڊپارٽمينٽ جي اسسٽنٽ پروفيسر روي ٽيڪچنداڻيءَ پاران، 28 کان 29 آگسٽ 2009ع تائين ٻه ڏينهن جي سڏايل 'سنڌي ادب ۾ بعد جديديت' سيمينار ۾ پڙهيل مقالن تي مشتمل آهي، جن کي روي ٽيڪچنداڻيءَ خود ترتيب ڏنو آهي. ڪتاب ۾ آنند ڪيماڻيءَ جي 'سنڌي ادب ۾ بعد جديديت' بابت شروعاتي تقرير (Key Note Address) ڏيڻ کانپوءِ ٻارهن اديبن جا هيٺين موضوعن تي مقالا شامل ڪيا ويا آهن:




(1) سنڌي ڪهاڻي: ڊاڪٽر ستيش روهڙا، (2) شيام جئسنگاڻيءَ جون ڪهاڻيون: جائزو- ڊاڪٽر هاسو دادلاڻي، (3) سنڌي ادب ۾ بعد جديديت تي ناول جي حوالي ۾: موهن گيهاڻي، (4) آنند ڪيماڻيءَ جي ناول 'اڻ لتاڙيل پيچرا' جي پسمنظر تي جائزو: ڀڳوان اٿلاڻي، (5) جديديت پڇاڙان ۽ سنڌي ڪهاڻي سنڌ ۾: شوڪت حسين شورو، (6) سنڌي ڪوتا/شاعريءَ ۾ بعد جديديت: واسديو موهي، (7) موهن ديپ جي نئين ڪوتا. سنگره (ڪتاب) 'منهنجي ڀاڃي جو هڪ حصو' تي جائزو: هيرو ٺڪر، (8) سنڌي ناٽڪ ۾ بعد جديديت: ميگهراج گرناڻي، (9) لکمي کلاڻيءَ جي ناٽڪ 'رئٽ ٽرئپ' جو جائزو: سُريش ٻٻلاڻي، (10) پوسٽ ماڊرن سنڌي ساهت ۾ سيڪس سنبنڌن جو چٽر: ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي، (11) آنند ڪيماڻيءَ جي ناول 'وڄ اڃا ڪا نه ڪري آهي' جو جائزو: ڊاڪٽر ڪملا گرڪلاڻي.

ڊيمي سائيز جي 208 صفحن تي مشتمل ڪتاب، نرمل گوپلاڻي، ڊائريڪٽر، راشٽريه سنڌي ٻولي وڪاس پرشد (NCPSL) نئين دهليءَ پاران، 2011ع ۾ ڇپايو ويو آهي ۽ ان جي قيمت ڄاڻايل نه آهي.

**سنڌي ادب ۾ تنقيد** (ڪتاب): هي ڪتاب ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻيءَ جو لکيل آهي. ڪتاب جي پيش لفظ ۾ عرساڻي صاحب ڄاڻايو آهي ته هن مقالي لکڻ جي تحريڪ منهنجيءَ دل ۾، دراصل طالب علميءَ واري زماني ۾ ٿي. مون 1962- 1963ع ۾ ايم. اي (سنڌي) ۾ داخلا ورتي، جنهن جو چوٿون پيپر 'تنقيد' جو هو. اسان کي نه صرف تنقيد جو هڪ عام ادبي موضوع جي حيثيت ۾ مطالعو ڪرڻو هو، بلڪ سنڌيءَ ۾ تنقيد جي تاريخ ۽ ارتقا سان گڏ، جيڪي مشهور نقاد ٿي گذريا آهن، تن مان هرهڪ جي انفرادي ڪم ۽ ٻين متعلق موضوعن کي به پڙهڻو هو... ليڪن ايڏي وسيع موضوع ۽ اونهي مطالعي لاءِ سنڌي زبان ۾ ڪو به ڪتاب لکيل نه هو تنقيد جي عام موضوع تي. خير هڪ اڌ تصنيف ملي، ليڪن سنڌيءَ ۾ تنقيد جي ابتدا ڪڏهن کان ٿي، ڪهڙا قابل قدر نقاد ٿي گذريا ۽ ڪهڙي قسم جي تنقيد ۽ نظريا ڦهليا، تن متعلق ڪا تصنيف ته ڇا بلڪ هڪ مضمون به لکيو نه ويو هو. اهڙيءَ حالت ۾.... سنڌيءَ ۾ تنقيد بابت جيڪا ٿوري گهڻي معلومات حاصل ڪيم، تنهن کي قسطوار هڪ مضمون بعنوان 'سنڌي ادب ۾ تنقيد جي تاريخ' ۾ گڏ ڪيم، جو روزنامه مهراڻ جي 21 ۽ اپريل 1963ع جي پرچن ۾ قسطوار شايع ٿيو. پوءِ ايم. اي (فائنل) ۾ مون چوٿين پيپر بدران مونوگراف لکڻ لاءِ ورتو.. آخرڪار ڏهن مهينن جي گهڻِ محنت کانپوءِ ان ڪم کي پايه تڪميل تي پهچايم. منهنجي استاد جناب غلام علي الانا ۽ منهنجي مامي محمد اسماعيل عرساڻي جن منهنجي لکيل ڪم کي غور سان جاچيندا هئا ۽ منهنجي همت افزائي ڪندا هئا.




اهڙيءَ طرح عرساڻي صاحب جو اهو مونوگراف 'سنڌي ادب ۾ تنقيد' جي عنوان سان، مولانا غلام محمد گراميءَ جي مقدمي سان ڪرائون سائيز جي 236 صفحن تي پهريون ڇاپو، جون 1965ع ۾ رونق پبليڪيشن حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو.

ڪتاب جي مضمونن جي فهرست هن ريت هئي: (1) تنقيد جي تعريف ۽ ان جو صحيح مفهوم (باب پهريون)، (2) تنقيد جي اهميت (باب ٻيو)، (3) تنقيد جي اوليت (باب ٽيون)، (4) نظرياتي تنقيد ۽ عملي تنقيد (باب چوٿون)، (5) يورپ ۾ تنقيد جي ارتقا (باب پنجون)، (6) سنڌي تنقيد جا ارتقائي دؤر، (7) نوان رجحان، نظريا ۽ مڪتب فڪر (باب ستون)، (8) سنڌي ساهت جا نامور نقاد، (باب اٺون)، (9) ادب، تنقيد، فلسفي ۽ جماليات جا علمي اصطلاح، (10) ڪتابيات.




ڪتاب جو ٻيو ڇاپو، ڊيمي سائيز جي 223 صفحن تي مشتمل، اوسر اشاعتاڻي، حيدرآباد، مارچ 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.

**سنڌي ادب ۾ تنقيد: شيخ اياز** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مرتب نوجوان دانشور ۽ اديب جامي چانڊيو آهي. هي 'سنڌي ادب ۾ تنقيد- اينٿالاجيءَ' جو حصو پهريون آهي. ڪتاب جو مقدمو جامي چانڊيي جو لکيل آهي. ان بعد شيخ اياز ۽ سندس تخليقن بابت هيٺيان تنقيدي مضمون شامل ڪيا ويا آهن:




(1) شيخ اياز جي شاعريءَ جو سياسي ۽ ادبي پسمنظر: رشيد ڀٽي، (2) وڪرسو وهاءِ (شيخ اياز جي ڪتابن جا مهاڳ)، محمد ابراهيم جويو (3) اياز جي شاعري، قربان بگٽي، (4) انڌا اونڌا ويڄ: رسول بخش پليجو (5) اياز جي شاعري: هڪ مطالعو: امير علي چانڊيو (6) ٻڙ جهڙو ڪو گهاتو ماڻهو: قمر شهباز، (7) جي تون سرڻهار: جيءُ انوکو جڳ ۾: امداد حسيني، (8) واويلا وڻڪار: عبدالواحد آريسر (9) مون تي ميارون: اعجاز منگي، (10) هو چون ٿا هيئن چؤ: رسول بخش پليجو، (11) فطرت، فلسفو، زندگي ۽ اياز جا فڪري مونجهارا: جامي چانڊيو.

ڊيمي سائيز جي 511 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، فيبروري 1998ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 300 روپيا آهي.

**سنڌي ادب ۾ ڏيپلائي ميمڻ جو حصو** (ڪتاب): ڏيپلائي ميمڻ جي ادبي خدمتن تي لکيل هي ڪتاب سعيده شفيق ميمڻ لکيو آهي. هي مقالو ايم.اي جي ٿيسز لاءِ لکيو ويو هو، جنهن کي بعد ۾ ڪجهه اضافن سان ڪتابي صورت ڏني وئي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي مختصر جاگرافيائي حالت، ٿرپارڪر ضلعي جو تاريخي پس منظر، ڏيپلي شهر جو تاريخي پس منظر، ڏيپلي شهر جي تعليم ۽ ثقافت، ڏيپلي شهر جي اديبن ۽ شاعرن جو مختصر تعارف پڻ شامل آهي. هن ڪتاب جي لاءِ ٻه اکر محمد قاسم ٻگهيي ۽ مهاڳ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ مشهور ڏيپلائي اديبن جون تصويرون ۽ ڪتاب جي آخر ۾ ٻه نقشا پڻ ڏنا ويا آهن. هي ڪتاب ليکڪا پنهنجي والدين کي ارپيو آهي. 100 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب ڊاڪٽر شفيق الرحمان ميمڻ الرزاق ڪمپيوٽر اينڊ پرنٽنگ ايجنسي حيدرآباد مان 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن رنگين پڪي جلد واري ڪتاب جي قيمت 100 روپيا ڄاڻايل آهي.




**سنڌي ادب ۽ ثقافت تي اسلامي اثرات** (ڪتاب): هي ڪتاب نامياري ليکڪ 'ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي جو تحرير ڪيل آهي. ڪتاب جي ابتداءِ ۾ 'پنهنجي پاران' عنوان ۾ قمر ميمڻ پنهنجا تاثرات ۾ لکي ٿو ته: "هي ڪتاب سنڌ جي درخشان ۽ روشن ماضيءَ تي هڪ نرالو ۽ منفرد ڪتاب آهي." هن ڪتاب جي عنوانن ۾ مقدمو، تهذيب ۽ تمدن، اسلامي تهذيب جا بنيادي اصول، سنڌي ادب ۽ ثقافت تي اسلام جو اثر، قرآن حڪيم جي روشنيءَ ۾ سنڌ جي قديم آثارن تي هڪ نظر، سنڌ جو تاريخي پس منظر، اروڙ فتح، سنڌ ۾ تصوف جي ابتداءِ ۽ ارتقا ۽ ماخذ وغيره شامل آهن. ڊيمي سائيز ۾ پڪي جلد ۽ رنگين ٽائيٽل سان هيءُ ڪتاب 258 صفحن تي مشتمل آهي. هي ڪتاب 1999ع ڌاري مهراڻ اڪيڊمي جي سهڪار سان ڇپجي پڌرو ٿيو. جڏهن ته ڪتاب جي قيمت 80 روپيا ڄاڻايل آهي.




**سنڌي ادبي بورڊ**: سنڌي ادبي بورڊ سنڌ جو بنيادي ۽ اوائلي ادبي ادارو آهي. 1940ع ۾ سائين جي. ايم سيد جڏهن ڇهن مهينن جي مختصر عرصي لاءِ سنڌ جي تعليم ۽ ليبر کاتي جو وزير ٿيو هو ته هن سنڌ ۾ علم ادب کي ترقي وٺرائڻ لاءِ '**سنڌي ادب لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ**' نالي اداري جو بنياد وڌو، جنهن جو پهريون چيئرمئن سيد ميران محمد شاهه مقرر ٿيو ۽ ان جا ميمبر نامور محقق ۽ دانشور مقرر ٿيا، جن ۾: ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي، شمس العلماءُ عمر بن محمد دائود پوٽو، علامه آءِ آءِ قاضي، ڪاڪو ڀيرومل مهرچند آڏواڻي، ديوان سوڀراج نرملداس 'فاني'، پير علي محمد شاهه راشدي، راءِ بهادر جڳت سنگهه آئل مل، خانبهادر محمد صديق ميمڻ، آغا عبدالنبي خان، ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻي 'خادم'، مولانا دين محمد وفائي ۽ مولانا عبدالڪريم چشتي شامل هئا.



1940ع ۾ بورڊ جي آفيس سنڌ اسيمبليءَ جي عمارت جي هڪ حصي (اين. جي. وي هاءِ اسڪول) ۾ قائم ڪئي وئي، جتي اڳتي هلي 1953ع ڌاري بورڊ جو بوڪ اسٽال به قائم ٿيو. مئي 1962ع ۾ ادبي بورڊ جي آفيس حيدرآباد منتقل ڪئي وئي، جتي مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ پهرين ڳاڏي کاتي وارو ذاتي گهر 'امين منزل' ۽ پوءِ سول لائينز وارو بنگلو ڏهاڪو سال بنا مسواڙ جي سنڌي ادبي بورڊ کي ڏنو.

پوءِ 1972ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائس چانسلر سيد غلام مصطفىٰ شاهه، سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪئمپس جي حدن ۾ ريلوي اسٽيشن ڄامشوري سامهون، سُپر هاءِ وي لڳ 10 ايڪڙ زمين سنڌي ادبي بورڊ کي مرڪزي آفيس ۽ پريس لاءِ ڏني ۽ 1973ع-1974ع ڌاري سنڌي بورڊ نئين ٺهيل عمارت ۾ منتقل ٿيو، جتي اڄ سوڌو قائم آهي.

آگسٽ 1940ع کان 1948ع جي وچ ۾ 'مرڪزي صلاحڪار بورڊ' جي ڪن ميمبرن جي خالي ٿيندڙ جاين تي ڪجهه عرصي لاءِ پروفيسر رام پنجواڻي، حڪيم محمد احسن، محمد صالح پٽي، محمد حنيف صديقي ۽ ديوان گوبي رام رڪياڻي، ميمبر طور نامزد ٿيا.



سنڌي ادبي بورڊ جي تشڪيل وقت ٿيل هڪ گڏجاڻيءَ ۾ جي.ايم سيد، ميران محمد شاهه، ڊاڪٽر دائود پوٽو، ڊاڪٽر بلوچ، ابراهيم جويو ۽ ٻيا

1948ع ۾ بورڊ جي نئين سر تشڪيل ٿي، جنهن موجب: سيد ميران محمد شاهه (چيئرمئن)، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو (وائيس چيئرمئن)، عثمان علي انصاري (سيڪريٽري) ۽ پير علي محمد شاهه راشدي، خانبهادر محمد صديق ميمڻ، ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل، مولانا دين محمد وفائي، مولوي عبدالرزاق، سيد عبدالحسين شاهه موسوي، محمد صالح پٽي، علاؤالدين سمون، غلام مصطفىٰ پرڳڙي، اياز قادري، محمد بخش 'واصف' ۽ آغا تاج محمد ميمبر ٿيا.

سيپٽمبر 1950ع ۾ سنڌ سرڪار **'هاءِ پاور ايگزيڪيٽو ڪاميٽي فار سنڌي لٽريچر'** مقرر ڪئي ته جيئن مرڪزي صلاحڪار بورڊ، جيڪي رٿائون سنڌي ادب جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ ٺاهيون، تن تي عملي ڪم شروع ڪيو وڃي. ان ڪاميٽيءَ جو چيئرمئن آغا غلام نبي پٺاڻ، جڏهن ته وزير تعليم سنڌ، سيد ميران محمد شاهه، آغا بدرالدين دراني، تعليم کاتي جو سيڪريٽري، ماليات کاتي جو سيڪريٽري ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي ميمبر مقرر ڪيا ويا. هن ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن سنڌ (D.P.I) کي بنايو ويو، پوءِ سنڌس جاءِ تي محمد ابراهيم جويو صاحب ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري مقرر ٿيو.

ڊسمبر 1951ع ۾ عالمن ۽ اديبن جي مشوري سان 'سنڌي ادب لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ' کي نئين تشڪيل ڏئي 'سنڌي ادبي بورڊ' بنايو ويو، جيڪو اڄ تائين قائم آهي. سنڌي ادبي بورڊ جي پهرين بورڊ آف گورنرس جي جوڙجڪ هن ريت هئي:

آغا غلام نبي خان پٺاڻ، وزير تعليم، حڪومت سنڌ (چيئرمئن)، سيڪريٽري تعليم کاتو، سيڪريٽري ماليات کاتو، ڊائريڪٽر پبلڪ انسٽرڪشن سرڪاري ميمبر، جڏهن ته عالمن ۽ اديبن مان جي. ايم. سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، علامه آءِ.آءِ. قاضي، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو، سيد ميران محمد شاهه، آغا بدرالدين دراني ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ميمبر مقرر ٿيا. محمد ابراهيم جويي، سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽريءَ طور ذميواريون سنڀاليون ۽ پوءِ سنڌي ادبي بورڊ هڪ خودمختيار، نيم سرڪاري اداري طور باقاعدي ڪم شروع ڪيو.

سنڌ جي تاريخ لکرائڻ، لغت تيار ڪرڻ، لوڪ ادب گڏ ڪرائڻ، قديم ادب ۽ ڪلاسيڪي ادب شايع ڪرڻ جون رٿائون تيار ڪيون ويون. 'جامع سنڌي لغات' رٿا تي 1946ع کان سنڌي ٻوليءَ جي ابتدائي ڇنڊ اڪرن تي ڪافي ڪم شروع ٿي چڪو هو. ان ڪري، هن نئين اسڪيم جي سربراهي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي حوالي ڪئي وئي.

بورڊ جي مخزن 'مهراڻ' جو پهريون دور 1946ع کان شروع ٿيو هو. پهريان ٻه سال هي رسالو ٽه 'ماهي' ڪڍيو ويو. ان وقت 'مهراڻ' جو ايڊيٽوريل بورڊ عثمان علي انصاريءَ، دين محمد وفائي، لالچند امرڏنيمل ۽ ڊاڪٽر هرو مل سدارنگاڻيءَ تي مشتمل هو. ڪجهه وقت تائين رسالو خانبهادر محمد صديق ميمڻ، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي ۽ آغا تاج محمد جي نگرانيءَ ۾ نڪتو ۽ پوءِ 1955ع ۾ محمد ابراهيم جويي نئين رنگ ۽ جديد سلسلي سان 'مهراڻ' کي ته ماهي رسالي طور باقاعدي جاري ڪيو. هن ئي دور ۾ شيخ اياز به 'مهراڻ' ۾ لکڻ شروع ڪيو.

محمد ابراهيم جويو صاحب 1961ع تائين بورڊ جو سيڪريٽري رهيو. هن 1953ع ۾ سراج ميمڻ کي نوجوان اديب جي حيثيت سان ادبي بورڊ ۾ آندو هو. جنهن پهرين بوڪ اسٽال جي مئنيجر طور ۽ پوءِ بورڊ جي اسسٽنٽ سيڪريٽري طور خدمتون سرانجام ڏنيون. اهڙيءَ طرح مختلف وقتن تي سنڌ جا ناميارا اديب غلام رباني آگرو، شمشير الحيدري به جويو صاحب بورڊ ۾ وٺي آيو، جن بهتر نموني بورڊ ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون.

ڊسمبر 1954ع ۾ بورڊ جي ميمبرن جي نئين سر تشڪيل ٿي، جنهن موجب سنڌ جو وزيراعليٰ خانبهادر محمد ايوب کهڙو (چيئرمئن)، سنڌ جو وزير تعليم (وائيس چيئرمئن)، جڏهن ته سيڪريٽري تعليم، ڊي. پي. آءِ، پير علي محمد راشدي، سيد ميران محمد شاهه، آغا بدرالدين دراني، شمس العلماءِ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو، علامه آءِ آءِ قاضي، پير حسام الدين راشدي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ مولوي خير محمد نظاماڻي ميمبر مقرر ٿيا.

ون يونٽ جي قيام بعد سنڌ جا سمورا ادارا اولهه پاڪستان حڪومت جي ماتحت ٿي ويا، محمد ابراهيم جويي، سنڌ دوستيءَ جي جذبي هيٺ، سنڌي ادبي بورڊ کي مرڪزجي تحويل کان بچائڻ لاءِ

1957ع ۾ تعليم، صحت ۽ مڪاني ادارن واري کاتي جي ٺهراءَ نمبر B/4619-4694 موجب سوسائٽي ايڪٽ XXI/1860هيٺ رجسٽرار جوائنٽ اسٽاڪ ڪمپنيز خيرپور ميرس ريجن وٽ 26 مارچ 1957ع تي رجسٽرڊ ڪرايو. جنهن جو رجسٽريشن نمبر 468 آهي نتيجي طور سنڌي ادبي بورڊ، بورڊ ون يونٽ واري دور ۾ به پنهنجو وجود قائم رکي سنڌي ٻولي ۽ ادب جي خدمت جاري رکي سگهيو.

سيپٽمبر 1961ع ۾ اولهه پاڪستان جي گورنر جي حڪم هيٺ، هيٺيان صاحب اڳين ميمبرن جي جاءِ تي بورڊ جا نوان ميمبر مقرر ٿيا:

ڪمشنر حيدرآباد ڊويزن، حيدرآباد (چيئرمئن)؛ وائيس چانسيلر سنڌ يونيورسٽي؛ يا سندس نمائندو؛ چيئرمئن بورڊ آف انٽرميڊيٽ ائنڊ سيڪنڊري ايڊيوڪيشن، حيدرآباد ريجن؛ ڊئريڪٽر آف ايڊيوڪيشن، حيدرآباد ريجن، حيدرآباد، جناب مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ"، پيرحسام الدين راشدي، سيد ميران محمد شاهه، شيخ علي محمد ۽ عبدالغفور پرڳڙي.



نومبر 1961ع ۾ اولهه پاڪستان جي گورنر، پنهنجي مٿئين حڪم ۾ هيٺينءَ طرح ترميم ۽ اضافو ڪيو:

(1) ڪمشنر، حيدرآباد ڊويزن جي جاءِ تي مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ" صاحب کي بورڊ جو چيئرمئن مقرر ڪيو ويو.

(2) وائيس چانسيلر سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد، ميمبر مقرر ٿيو اڳ سندس مقرر ڪيل نمائندو بورڊ جو ميمبر هو.

(3) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب، جو اڳ وائيس چانسيلر سنڌ يونيورسٽيءَ جي نمائندي جي حيثيت ۾ بورڊ جو ميمبر ٿيو. سو بعد ۾ باقاعدي ميمبر ٿيو. ابتدا کان وٺي بورڊ جي چيئرمئن جو تفصيل ۽ مدو هن ريت آهي.

**بورڊ جا چيئرمئن:** (1) سيد ميران محمد شاهه (1948ع-1950ع)، (2) آغا غلام نبي پٺاڻ، وزير تعليم سنڌ (1950ع-1951ع)، (3) وزيراعليٰ سنڌ محمد ايوب کهڙو (1951-1955ع)، (4) نياز احمد، ڪمشنر حيدرآباد (سيپٽمبر 1961ع- نومبر 1961ع)، (5) مخدوم محمد زمان 'طالب المولىٰ' (1961ع- 1977ع)، (6) علامه غلام مصطفىٰ قاسمي (1977ع- 1989ع)، (7) مخدوم محمد زماني طالب المولىٰ (1989ع- 1992ع)، (8) ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو (1993ع- 1994ع)، (9) حسين شاهه راشدي (1994ع-1996ع)، (10) عبدالحميد آخوند (ڊسمبر 1996ع)، (11) محمد ابراهيم جويو (1996ع - 2002ع)، (12) غلام رباني آگرو (2002ع- 2003ع)، (13) عرفان الله خان مروت، وزير تعليم سنڌ (2003ع-2004ع)، (14) ڊاڪٽر حميده کهڙو، وزير تعليم (2004ع- 2007ع)، (15) ارباب غلام رحيم، وزيراعليٰ سنڌ (آگسٽ- نومبر 2007ع)، (16) پير مظهرالحق، وزير تعليم سنڌ (2008- 2010ع)، (17) مخدوم جميل الزمان (جون 2010ع کان اڄ تائين).

**بورڊ جا سيڪريٽري ۽ سندن عرصو:** (1) عثمان علي انصاري (1949ع-1950ع)، (2) ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن سنڌ (1950ع-1951ع)، (3) محمد ابراهيم جويو (1951ع-1961ع)، (4) سيد شاهه محمد شاهه (1961ع-1962ع)، (5) ميران محمد شاهه (1962ع-1963ع)، (6) محمد ابراهيم جويو (1963ع-1967ع)، (7) غلام رباني آگرو (1967ع)، (8) ڊاڪٽر اسدالله شاهه حسيني (1967ع-1970ع)، (9) غلام رباني آگرو (1970ع-1977ع)، (10) سيد ظفر حسن (1977ع-1979ع)، (11) غلام رباني آگرو (1979ع-1984ع)، (12) محمد حسين ترڪ (1984ع-1987ع)، (13) غلام حسين شيخ (1987ع-1988ع)، (14) ڊاڪٽر حبيب الله صديقي (1988ع-1990ع)، (15) ولي محمد رونجهو 'ولي سروري' (1990ع-1991ع)، (16) ڊاڪٽر عبدالغفار صديقي (1991ع-1991ع)، (17) محمد بچل پنهور 'محبوب سروري' (1991ع-1992ع)، (18) سيد امداد حسيني (1992-1993ع)، (19) شمشير الحيدري (1993ع-1995ع)، (20) مراد علي مرزا (1995ع-1996ع)، (21) نفيس احمد ناشاد' (چارج) (1996ع)، (22) طارق عالم ابڙو (چارج) (ڊسمبر 1996ع کان جنوري 1997ع)، (23) غلام رباني آگرو (1997ع- 2003ع)، (24) انعام الله شيخ (2003ع- 2006ع)، (25) اعجاز احمد منگي (2006ع-2008ع)، (26) الهڏتو وگهيو (2008ع اپريل کان 2008ع جون)، (27) زوار حسين نقوي (2008ع-2011ع)، (28) الهڏتو وگهيو، هيهر 1 جولاءِ 2011ع کان سيڪريٽريءَ جون ذميواريون نڀائي رهيو آهي.

**سنڌي ادبي بورڊ جي لائبرري:** سنڌي ادبي بورڊ کي پنهنجي هڪ ريسرچ ۽ ريفرنس لائبرري آهي، جنهن ۾ سنڌي، اردو، عربي، فارسي ۽ انگريزي ڪتابن جو مجموعي تعداد ڏهه هزار کن آهي. ڪجهه وقت اڳ سنڌ جي نامياري دانشور محمد ابراهيم جويي پنهنجي ذاتي لائبرري سنڌي ادبي بورڊ کي ڏني آهي، جنهن جي ڪتابن جو تعداد پنج هزار آهي. ان بعد سنڌ جي مشهور شاعر سيد امداد حسينيءَ به پنهنجي لائبرري بورڊ کي ڏني آهي، جنهن جي ڪتابن جو تعداد 1500 آهي. هن لائبرريءَ ۾ سنڌ جي عالمن، محققن ۽ شاعرن جا قديم قلمي مخطوطا پڻ موجود آهن. جن جو تعداد 600 کن آهي.

**سنڌي ادبي بورڊ جا رسالا:**

**مهراڻ:** 1940ع ۾ سنڌ سرڪار جي قائم ڪيل **’سنڌي ادب لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ‘** مارچ 1946ع کان ’مهراڻ‘ رسالي جي اشاعت شروع ڪئي، جيڪو ٻه سال 1947-1946ع ٻه ماهي پرچي جي صورت ۾ شايع ٿيو. ان وقت رسالي جو ايڊيٽوريل بورڊ هن ريت هو: عثمان علي انصاري چيئرمئن ايڊيٽوريل بورڊ، دين محمد وفائي چيف ايڊيٽر، ديوان لالچند امرڏنو مل جڳتياڻي مئنيجنگ ايڊيٽر، ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻي ايڊيٽر. جنوري 1948ع کان رسالي جي اشاعت ۾ وِٿي پئجي. سن 1949ع ۾ رسالي جو هڪ پرچو ’لطيف سالگرهه 1949ع‘ شايع ٿيو. جنهن جو ايڊيٽر خانبهادر محمد صديق ميمڻ هو. ان موقعي تي رسالي جي اشاعت کي باقاعدي بنائڻ لاءِ هڪ ڪميٽي مقرر ڪئي وئي، جنهن ۾ شمس العلماءِ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو چيئرمئن ۽ آغا تاج محمد ميمبر ۽ خانبهادر محمد صديق ميمڻ ايڊيٽر ٿيا. ان ڪميٽيءَ ٻه سال 1950ع ۾ رسالي جو وري ٻه هڪ پرچو ’لطيف سالگرهه نمبر 1950ع‘ شايع ڪيو، جنهن جو ايڊيٽر خانبهادر محمد صديق ميمڻ هو. چئن سالن جي وٿيءَ بعد جنوري 1955ع کان سنڌي ادبي بورڊ، محمد ابراهيم جويي جي ادارت ۾ ٽماهي ’مهراڻ‘ جي اشاعت شروع ڪئي، جيڪا اڄ 2013ع تائين تسلسل سان جاري آهي. 1955ع کان وٺي ٽماهي مهراڻ جا ايڊيٽر هن طرح رهيا آهن: محمد ابراهيم جويو، شمس العلماءِ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو، مولانا غلام محمد گرامي، سيد امداد حسيني، نفيس احمد ’ناشاد‘، ڪاظم رضا بيگ، نفيس احمد ’ناشاد‘ (ٻيهر)، طارق عالم ابڙو ۽ دين محمد ڪلهوڙو. جڏهن ته جنوري 2012ع کان ثميني ميمڻ ايڊيٽر جون ذميواريون سنڀالي رهي آهي.

مهراڻ جي ٻئي دور 1955ع کان هن وقت تائين 23 خاص نمبر شامل آهن. جهڙوڪ: سوانح نمبر، ڏهه سالہ نمبر-1، ڏهه سالہ نمبر-2، شاعر نمبر-1، شاعر نمبر-2، قائد اعظم نمبر، گرامي نمبر، علامہ اقبال نمبر، سيرت نمبر، حسام الدين راشدي نمبر (1983ع)، فهرست نمبر، سنڌي ادب نمبر، رني ڪوٽ نمبر، مقالا نمبر، تحريڪ آزادي نمبر، لوڪ ادب نمبر، شيخ اياز نمبر، تنوير عباسي نمبر، قليچ نمبر، گولڊن جوبلي نمبر، ڊاڪٽر بلوچ نمبر ۽ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ نمبر (2013ع).

**گل ڦل:** سنڌي ادبي بورڊ ٻارن ۾ لکڻ پڙهڻ جو چاهه پيدا ڪرڻ لاءِ جنوري 1959ع کان ماهوار ’گل ڦل‘ جاري ڪيو. جنهن جي اشاعت ۾ 1962ع ۽ 1963ع ۾ ٻن سالن جي وٿي پئي 1965ع ۾ پاڪ ڀارت جنگ ٿيڻ سبب 1966ع ۾ رسالي جو ڊڪليريشن منسوخ ڪيو ويو. 1973ع ۾ رسالي جو ڊڪليئريشن ٻيهر جاري ٿيو ته بورڊ جنوري 1974ع کان ٻيهر رسالي جي اشاعت شروع ڪئي. جيڪا اڄ 2013ع تائين مسلسل جاري آهي.

ماهوار ’گل ڦل‘ جو پهريون ايڊيٽر سنڌ جو مشهور ڪهاڻيڪار ۽ اديب غلام رباني آگرو مقرر ٿيو رباني صاحب کان پوءِ شوڪت حسين شورو، انور هالائي، اڪبر جسڪاڻي، طارق عالم ابڙو، دين محمد ڪلهوڙو ايڊيٽر ٿيا ۽ هن وقت 2008ع کان محترمہ نجمہ پنهور ايڊيٽر جون ذميواريون نڀائي رهي آهي. ’گل ڦل‘ جا ٻه خاص نمبر نڪتا، جهڙوڪ: سالنامو سيرت نمبر، اڪبر جسڪاڻي نمبر، بلاول پٽو نمبر وغيره.

**سرتيون:** سنڌ جي عورتن لاءِ ادبي رسالي جي کوٽ کي محسوس ڪندي، بورڊ جي اڳوڻي چيئرمئن مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ، 1990ع ۾ عورتن لاءِ خاص پرچو ’سرتيون‘ شايع ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. رسالي جو پهريون پرچو ٽماهي جولاءِ کان سيپٽمبر 1990ع ۾ شايع ٿيو. جيڪو اڄ تائين مسلسل شايع ٿي رهيو آهي، سرتيون جي پهرين ايڊيٽر سنڌ جي مشهور شاعر آصف مصراڻيءَ جي نياڻي محترمہ گلبدن آصف مصراڻيءَ کي مقرر ڪيو ويو. 1990ع ۾ محترمہ گلبدن جي استعيفا بعد رسالي جي ايڊيٽر نذير ناز کي مقرر ڪيو ويو، ڪجهه سالن بعد 1994ع ۾ جڏهن محترمہ گلبدن بورڊ جي نوڪريءَ ۾ واپس آئي ته ٻيهر کيس ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو، تڏهن کان وٺي اڄ تائين گلبدن جاويد مرزا ايڊيٽر آهي. ’سرتيون‘ جا ٻه ڪافي خاص نمبر نڪتا آهن، جهڙوڪ: ڪهاڻي نمبر، شاعري نمبر، انٽرويو نمبر، شهيد راڻي بينظير نمبر، مادر جمهوريت بيگم نصرت ڀٽو نمبر، خيرالنساءَ جعفري نمبر وغيره.

**ادبي بورڊ جي پرنٽنگ پريس:** سنڌي ادبي بورڊ شروع ۾ پنهنجا ڪتاب ۽ مهراڻ رسالو الوحيد پريس ڪراچيءَ مان شايع ڪرائيندو هو. 52-1951ع ۾ بورڊ پنهنجي ليٽر پريس خريد ڪئي. جيڪا تلڪ چاڙهي حيدرآباد تي ڪم ڪندي رهي ۽ بورڊ جا ڪتاب پنهنجي پريس ۾ ڇپجڻ لڳا، ۽ سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جا ڪتاب به هن پريس ۾ ڇپجندا هئا. 1984ع ۾ بورڊ پنهنجي لاءِ جديد آفسيٽ پريس جو مڪمل آٽوميٽڪ يونٽ خريد ڪري ڄامشوري ۾ نئين عمارت ۾ لڳايو، جنهن جو افتتاح (1987ع ۾) سنڌ جي وڏي وزير سيد غوث علي شاهه ڪيو. ان بعد بورڊ جا ڪتاب آفسيٽ پريس تي ڇپجڻ لڳا. 2000ع ۾ بورڊ خساري ۾ وڃڻ سبب پريس جون مشينون وڪرو ڪيون ۽ انهن مان صرف هڪ ڇپائيءَ واري مشين رولينڊ برقرار رکي وئي، جيڪا به 2005ع ۾ وڪرو ڪئي وئي. هن وقت بورڊ وٽ صرف هڪ ننڍو يونٽ (پريس) ڇپائيءَ لاءِ موجود آهي. پريس جا مئينجر ميان علي بخش، ميان الهبچايو يوسفزئي، جاويد مرزا، سيد سڪندر علي شاهه جيلاني، خضر خان وگهيو، محمد رحيم نوحاڻي رهيا آهن.

**بوڪ اسٽال:** سنڌي ادبي بورڊ جو بوڪ اسٽال 1953ع ۾ ڪراچيءَ ۾ سنڌ اسيمبلي بلڊنگ (N.J.V هاءِ اسڪول) بندر روڊ تي قائم ڪيو ويو. ڪجهه وقت بعد ڪراچيءَ سان گڏ حيدرآباد ۾ به تلڪ چاڙهيءَ تي موجود ڪتاب گهر واريءَ جاءِ تي بوڪ اسٽال قائم ڪيو ويو. 63-1962ع ۾ بورڊ جي هيڊ آفيس ڪراچيءَ کان حيدرآباد منتقل ٿي ته بوڪ اسٽال پهريان ڪجهه سال حيدرآباد سول لائنز ۾، پوءِ ڪجهه وقت مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جي بنگلي ’امين منزل‘ ۾ قائم رهيو. 75-1974ع ۾ جڏهن بورڊ جي هيڊ آفيس ڄامشوري منتقل ٿي ته بوڪ اسٽال به

اُتي قائم ٿيو. پر پوءِ ماڻهن جي سهولت خاطر حيدرآباد ۾ تلڪ چاڙهيءَ تي قائم ڪيو ويو، جتي اڄ به موجود آهي. بوڪ اسٽال جا مئنيجر هن ريت رهيا آهن: عبدالڪريم سعدي، محمد حسين آخوند، سراج الحق ميمڻ، همايون بيگ مرزا، نبي بخش قريشي، محمد امين بلوچ، سيد عباس علي شاهه حسيني، حبيب الله شيخ، سيد عباس علي شاهه حسيني، غلام حيدر ڪچي، امداد علي ٻگهيو، غلام حسين شيخ، غلام حيدر ڪچي ۽ خضر خان وگهيو.

**آن لائن لائبريري:** سنڌي ادبي بورڊ علم ادب ۽ سنڌي ٻوليءَ جي خدمت ۽ ترقيءَ لاءِ روايتي طريقي سان گڏ ٽيڪنالاجيءَ جي جديد ذريعن ڪي به ڪتب آندو آهي. هن وقت سڄي دنيا ۾ E-Book جو طريقو رائج ٿي رهيو آهي، بورڊ به سنڌي ٻوليءَ کي دنيا جي ترقي يافته ٻولين جي قطار ۾ بيهارينديءَ "سنڌي ادبي بورڊ آن لائن لائبريري" قائم ڪئي آهي هن لائبريريءَ ۾ 900 جي قريب ڪتاب ۽ رسالا مختلف موضوعن تي موجود آهن.

**ڪتاب:** سنڌي ادبي بورڊ هن وقت تائين سنڌ جي تاريخ، لغت، لوڪ ادب، سيرت، فلسفي، افسانوي ادب (ڪهاڻين، ناولن، ناٽڪن)، سوانح، آتم ڪٿا، قديم مذهبي ادب، ٻاراڻي ادب، شاعري (ڪلاسيڪي ۽ جديد)، حديث، قرآن پاڪ (ترجمي ۽ تفسير)، سائنس، دنيا جي تاريخ، مشاهيرن، اقتصاديات، جاگرافي، سياست ترجمي وغيره موضوعن تي سون جي تعداد ۾ ڪتاب ڇپائي، سنڌ، پاڪستان بلڪ دنيا ۾ نالو ڪڍي چڪو آهي. ڪتابن جو وڏو تعداد سنڌيءَ ۾ آهي، جڏهن ته عربي، فارسي ۽ اردو ۽ انگريزيءَ ۾ به چڱو تعداد ڪتابن جو ڇپايو ويو آهي.

**سنڌي ادبي سنگت، سنڌ:** سنڌي ادبي سنگت، سنڌ، سنڌي ٻوليءَ جي روشن خيال، وطن دوست، قومپرست، سيڪيولر ۽ ترقي پسند اديبن جي وڏي ۾ وڏي جماعت آهي، جيڪا ننڍي ڪنڌ جي قيام کان اڳ وجود ۾ آئي هئي. ان جي قيام کان اڳ 'سنڌي ادبي سرڪل' جوڙيو ويو هو، جنهن جي ميمبرن اڳتي هلي 1946ع ڌاري 'سنڌي ادبي سنگت' جوڙڻ لاءِ ڪوششون ڪيون، پر اُن جي پهرين باڊي آگسٽ 1947ع جي پهرئين هفتي ۾، ڪراچيءَ ۾ چونڊي وئي. ان ڏس ۾ سنڌي ادبي سنگت جي باني ۽ اڳوڻن سيڪريٽرين جا حوالا، تاريخ جي رڪارڊ درست رکڻ لاءِ هيٺ ڏجن ٿا:

ڪامريڊ اي. جي. اتم، ايڊيٽر ماهوار 'نئين دنيا' 1 آگسٽ 1947ع جي شماري ۾ هيٺين خبر شايع ڪئي: "گذريل آرتوار تي ڪراچيءَ جي سنڌي ليکڪن جو ميڙ 'بايرس ۽ شپرس چيمبر' ۾ پروفيسر ايم. يو ملڪاڻيءَ جي صدارت هيٺ ٿي گذريو، جتي پروفيسر ايم. يو. ملڪاڻي، لالچند امرڏنيمل، آسانند ماموتورا، چوهڙمل هندوجا، منوهر داس ڪوڙو مل، تيرٿ سپائي، سوڀو گيانچنداڻي، گوبند مالهي، ٻهاري لال ڇاٻڙيا، آنند گولاڻي، ڪيرت ٻاٻاڻي، موهن پنجابي، پگوان لالواڻي ۽ ٻيا جهونا خواه نوان سنڌي ليکڪ حاضر هئا. شروعات ۾ گوبند مالهيءَ ترقي پسند ادب جي باري ۾ پنهنجا ويچار رکيا، جنهن کانپوءِ منوهرداس ڪوڙيمل، آسانند ماموتوراءِ، لالچند امرڏنيمل ۽ پروفيسر ملڪاڻيءَ به پنهنجا پنهنجا رايا پيش ڪيا. آخر ۾ 'سنڌي ليکڪن جي جماعت بندي' ڪرڻ لاءِ حال ڪراچيءَ ۾ **'سنڌي ادبي سنگت'** جي نالي سان هڪ جماعت برپا ڪئي وئي. جيسين سنگت جون چونڊون ٿين، ڪاروبار هلائڻ ۽ جوڙجڪ ڳاهڻ لاءِ پنجن ڄڻن- پروفيسر ملڪاڻيءَ، آسانند ماموتورا، چوهڙ مل هندوجا، ٻهاري لعل ڇاٻڙيا ۽ گوبند مالهي (ڪنوينر) تي مشتمل عارضي ڪميٽي ڳاهي وئي. هيءَ جماعت سڄيءَ سنڌ جي ليکڪن کي منظم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي... شڪارپور مان شيخ اياز جو احوال آيل آهي ته هو اپر سنڌ ۾ ترقي پسند ليکڪن جي جماعت



گوبند مالهي، شيخ اياز ۽ ڪيرت ٻاٻاڻي

بندي ڪري رهيو آهي ۽ هو پنهنجي ڪوشش ۾ گهڻيءَ حد تائين ڪامياب ٿيو آهي."

ان کانپوءِ، آگسٽ جي پهرين هفتي ۾ **سنڌي ادبي سنگت، سنڌ** جي پهرين باڊيءَ جي چونڊ ٿي. ان ڏس ۾ ڪيرت ٻاٻاڻي لکيو آهي ته:

"ڪراچيءَ ۾ 'سنڌي ادبي سنگت' جي استاپنا (قيام) جو سوال اُٿيو ته سڀني جون اکيون وڃي گوبند مالهيءَ تي کُتيون. اديبن جو ميڙ آگسٽ 1947ع ۾ 'بايرس شپرس چيمبر' ۾ گهرايو ويو، جنهن ۾ ڪراچيءَ جي بزرگ توڙي نوجوان ساهتڪارن شرڪت ڪئي ۽ متين جماعت کي وجود مليو. سيڪريٽريءَ جون جوابداريون **گوبند مالهيءَ** مٿان رکيون ويون. **آسانند ماموتوراءِ** پريزيڊنٽ، **پروفيسر منگهارام ملڪاڻي** نائب پريزيڊنٽ، **شيخ اياز** ۽ **ٻهاري ڇاٻڙيا** جوائنٽ سيڪريٽري مقرر ٿيا." (سنڌو جوت، گوبند مالهي، خاص انڪ، جنوري- جون: 2001ع)

ان ڳالهه جي تصديق خود **گوبند مالهيءَ**، پنهنجي آتم ڪٿا 'ادب ۽ اديب' جي ٽئين جلد 'نرواس ۾ آس' ۾ هن ريت ڪئي آهي: **'نئين دنيا'** مخزن جاري ٿي. ان جي ارد گرد ساهتڪارن جو مجموعو به مڙي ويو. سنڌي ساهتڪارن جي جماعتبندي به ٿي. **'سنڌي ادبي سنگت'** به جڙي، جنهن جو پريزيڊنٽ آسانند ماموتورا ۽ جنرل سيڪريٽري مان چونڊيس. جوائنٽ سيڪريٽري ٻهاري ڇاٻڙيا ۽ شيخ اياز چونڊيا ويا." (ص: 26)

سنگت جي ڪاروباري ڪميٽيءَ تي لالچند امرڏنو مل جڳتياڻي، سوڀو گيانچنداڻي، عبدالرزاق 'راز' ۽ ٻيا ڪنيا ويا.

جڏهن گوبند مالهي، 1989ع ۾ سنڌ گرئجوئيٽس ائسوسيئيشن پاران سڏايل 'انٽرنيشنل سچل سيمينار ڪراچيءَ' ۾ شريڪ ٿيڻ آيو هو، تڏهن سنگت مرڪز جي سيڪريٽري غلام حسين رنگريز پاران ڪيس، ڪرشن کٽوائڻي ۽ ٻين هند مان آيل اديبن کي منظور چيمبرس حيدرآباد ۾ آجيان ڏنو ويو هو، جتي گوبند مالهيءَ تقرير ڪندي چيو هو: "اها منهنجي لاءِ نهايت فخر ۽ خوشيءَ جهڙي ڳالهه آهي ته مارچ- اپريل 1947ع ۾ مون هڪڙو ننڍڙو ٻوٽو لڳايو هو. ڪوشش اها هئي ته هر قسم جي ويچار ڌارا رکندڙ سنڌي اديب هڪڙي ماڳ تي اچي گڏ ٿين ۽ رابطي ۾ رهن. جيتوڻيڪ هڪ ترقي پسند جي حيثيت ۾، ترقي پسند ليکڪن جي جماعت هتي اڳ ۾ ئي ٺهيل هئي، جنهن جي جنرل سيڪريٽري هئڻ جو شرف به مون کي رهيو، پر مون چاهيو پئي ته هر پيڙهيءَ جا سنڌي اديب هڪڙي ئي ماڳ هجن ۽ اها تنظيم **سنڌي ادبي سنگت** اسان هتي پيدا ڪئي." (سنگت پبليڪيشن ڪتاب نمبر4، فبروري 1990ع، ص: 64)

اهڙيءَ طرح آگسٽ 1947ع جي پهرين هفتي ۾ ٺهيل مرڪزي **سنڌي ادبي سنگت** اجا پنهنجون سرگرميون ئي مس شروع ڪيون هيون ته ننڍي کنڊ جو ورهاڱو ٿيو. سنڌ جا ساجهه وند هندو اديب حالتن جو شڪار ٿي ڀارت لڏي ويا ۽ ورهاڱي سبب سنڌ جي اديبن جي ذهن تي مايوسيءَ جا ڪڪر ڇانئجي ويا.

ڪي اديب، سنڌي ادبي سنگت، سنڌ جو بنياد 1956ع کان ڄاڻائين ٿا، ان لاءِ سندن دليل اهو آهي ته 1956ع ۾ سنڌي ادبي سنگت، سنڌ جو پهريون مرڪزي ڪنوينشن ٿيو هو. ان ڪري سنگت مرڪز جي ابتدا به ان تاريخ کان ٿيڻ گهرجي.

ياد رهي ته 1956ع واري ڪنوينشن ۾ سنگت جي آئيني جوڙجڪ کانپوءِ، قيام پاڪستان بعد سنگت جي پهرين مرڪزي باڊي چونڊي وئي هئي. ان ڏس ۾ 'سنڌ سنگت' جي ڪجهه اڳوڻن سيڪريٽري جنرلن جا ويچار هيٺ ڏجن ٿا:

**شمشير الحيدري** 23 مارچ 1956ع جي هلال پاڪستان جي اشاعت ۾ لکي ٿو ته، "سنڌي ادبي سنگت جي نالي سان سڀ کان پهرين جماعت ڪراچيءَ ۾ 1946ع ڌاري ٺهي، جنهن جو پايو وجهندڙ گوبند مالهي، شيخ اياز، موهن پنجابي ۽ شيخ راز جهڙا قابل ۽ پختا اديب هئا، پر 1947ع واري لڏپلاڻ سان هيءَ سنگت خود بخود ختم ٿي وئي، ان بعد 1952ع ۾ نورالدين سرڪي ۽ عبدالغفور انصاريءَ جي دلچسپيءَ سان اها سنگت نئين سر ترتيب ۾ آئي."

**رشيد ڀٽي**، پنهنجي مضمون 'پاڪستان جا 23 سال ۽ سنڌي ادبي سنگت' ۾ لکي ٿو ته، "سنڌي ادبي سنگت جي پيڙهه تڏهن پئي، جڏهن هندو پاڪ اپکنڊ ۾ هڪ پاسي انگريز سامراج جي خلاف هلچل زورن تي هئي ته ٻئي پاسي نوان اقتصادي نظريا دنيا جي ڳپل حصي ۾ ڏتڙيل ۽ ڦريل لٽيل عوام جا پاڙ پلائي چڪا هئا... اهي ٻئي عمل ئي وقت جي ادبي لاڙن ۽ قدرن تي ڪم ڪري رهيا هئا. لازمي طور سنڌي اديب به انهن نون اثرن کان متاثر ٿيو. 1946ع ڌاري ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ پروفيسر گربخشاڻيءَ جي رهنمائيءَ هيٺ اهڙن نظرين ۽ خيالن جي حامي شاگرد اديبن ۽ شاعرن هڪ جماعت جو بنياد وڌو، جنهن جو نالو **'سنڌي ادبي سرڪل'** رکيو ويو. ان سرڪل جي جوڙجڪ ۾ اهم حصو وٺندڙ اديبن ۾ نارائڻ شيام، شيخ اياز، شيخ راز، روشن آرا مغل، ارجن شاد ۽ سندري اتمچنداڻيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن .... 1947ع جي وچ ڌاري ان تنظيم کي ڪاليج جي حدن کان ٻاهر ڪڍيو ويو. ورهاڱي کان ٻه ٽي مهينا اڳ ڪراچي شهر جي هڪ اداري 'شپرس اينڊ بايرس' جي آفيس ۾ سنڌ جا همخيال شاگرد ۽ ٻاهريان اديب پاڻ ۾ گڏيا، ۽ فيصلو ڪري **سنڌي ادبي سنگت** جو پايو وڌائون ... جماعت جو پهريون سيڪريٽري سنڌ جو مشهور ناول نويس ۽ نقاد **گوبند مالهي** چونڊيو ويو، ترت ئي ورهاڱو ٿي ويو. هندو سنڌي اديبن جي گهڻائي هندستان هلي وئي." (هفتيوار صبح سنڌ، 14 آگسٽ 1970ع، ص: 5).

**تاج بلوچ، 'سنگت هڪ ادبي تحريڪ، هڪ نئين تاريخ'** ڪتاب ۾ رقمطراز آهي "... اهڙن ئي [ترقي پسند] اديبن جي ڪوشش سان سنڌي ادبي سنگت جي تحريڪ جي ابتدا پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان هڪ يا ٻه مهينا اڳ ڪراچيءَ ۾ شپرس اينڊ بايرس جي آفيس مان شروع ٿي.. . **گوبند مالهيءَ** کي ان وقت سنگت جو پهريون سيڪريٽري چونڊيو ويو." (2 آڪٽوبر 1966ع، س. ا. س ڪراچيءَ جي سنڌي ادبي ڪانفرنس، خالقڏني هال ڪراچيءَ ۾ پڙهيل استقباليه خطبو).

بهرحال ورهاڱي کانپوءِ جڏهن ڪجهه ٺاپر ٿي، ته سنگت جو ٻيو ميڙ، باقاعدي 1948ع ۾ ڪوٺايو ويو. هيءَ ميٽنگ جناح ڪورٽس هاسٽل جي ڪمري نمبر 10 (احسان بدويءَ جي رهائشگاهه) تي ٿي، جنهن ۾ ڪيرت ٻاٻاڻي، شيخ اياز، احسان بدوي، جمال ابڙي، مولابخش سانگي 'ساغر' ۽ نورالدين سرڪيءَ شرڪت ڪئي. ان ميڙ کانپوءِ سنگت جي ٻي گڏجاڻي نه ٿي سگهي. رشيد ڀٽي لکي ٿو ته "ان جو ڪارڻ اهو هو، جو ان وقت سڄي پاڪستان جي ترقي پسند اديبن پنهنجي گڏيل جماعت جي تياريءَ جو اعلان ڪيو، جنهن جي سڏ کي ورنائيندي مٿين سنڌي اديبن به (1949ع ۾) 'انجمن ترقي پسند مصنفين' جي سنڌي شاخ قائم ڪئي..... جنهن بعد اڪثر اديب ۽ شاعر فڪر- معاش جي سلسلي ۾ لڳي ويا ۽ ڪي تعليم پرائي واپس پنهنجن وٿاڻن ڏانهن وري ويا." (حوالو: ساڳيو) اهڙيءَ طرح 1953ع جي شروعاتي مهينن تائين سنڌي ادب تي هڪ مڪمل جمود ۽ سڪون طاري رهيو. 1953ع ۾ حالتن ۾ ڪجهه ٺاپر آئي. هر ڪنهن پاڻ سنڀالي، پنهنجي ماڻيل ۽ وڃايل ورثي ڏانهن نهاريو. ان وقت ملڪ ۾ دستور سازيءَ جو ڪم به چالو هو ۽ زبانن جو به مسئلو متل هو. 1952ع ۾ بنگلاديش ۾ ٻوليءَ جي مسئلي تي فساد ٿيا. بنگالي گوليون کائي بنگالي ٻوليءَ کي حياتي ڏئي چڪا هئا. سنڌي ٻوليءَ جي موت ۽ حيات جو سوال آڏو هو. کنڊ پاسي کان ونيونٽ جو چوٻول به ٿي رهيو هو. انهن سمورين ڳالهين

سنڌي اديبن کي سوچڻ تي مجبور ڪيو ۽ **سنڌي ادبي سنگت جو** پهريون دؤر 1953ع ڌاري شروع ٿيو. هن پيري به ابتدا مرحوم احسان بدويءَ ڪئي. سندس جاءِ (جناح ڪورٽس) تي غفور انصاري، اياز قادري، مولانا عبدالواحد سنڌي، نورالدين سرڪي ۽ ٻيا اديب گڏ ٿيا. ستت ئي سنڌي ادبي بورڊ جي نئين تشڪيل سبب محمد ابراهيم جويو به سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ ڪراچي آيو ۽ **'سنڌي ادبي سنگت'** کي هڪ قابل ۽ لائق سونهون ملي ويو. ترت پوءِ سوڀي گيانچندانيءَ به ڪراچيءَ ۾ اچي سنگت جو سات ڏنو. ساڳئي وقت غلام رباني آگرو، سراج، شيخ حفيظ، رشيد آخوند ۽ رشيد ڀٽي به روزگار ۽ تعليم جي سلسلي ۾ ڪراچي آيا ۽ سنگت جي ميڙن ۽ معاملن ۾ دلچسپي وٺڻ لڳا. **سنڌي ادبي سنگت** جون باقاعدي گڏجاڻيون جناح ڪورٽس (احسان بدويءَ جي ڪمري)، مينارام هاسٽل (سرڪيءَ جي ڪمري)، سنڌ مدرسي (رشيد ڀٽيءَ جي ڪمري)، ڏنيرام بلڊنگ (اياز قادريءَ جي ڪمري) ۽ مانڊيوالا بلڊنگ (موتيرام راماڻيءَ جي آفيس) ۾ ٿيڻ لڳيون. موتيرام جهڙي مالي صلاحڪار جي مدد سان سنگت جو اشاعتي سلسلو به شروع ڪيو ويو. مولوي عبدالواحد سنڌيءَ به 'نئين زندگي' رسالي ۾ نون اديبن کي ڇاپي سندن همت افزائي ڪئي. 'مهراڻ' رسالي جو اجراءُ به ٿيو، جيڪو صحيح معنيٰ ۾ ادب ۾ نون لاڙن جو علمبردار هو. ڪراچيءَ ۾ سنڌي ادبي سنگت جي پيهر قيام ۽ اثرائتي عمل، سنڌ جي ٻين حصن جي اديبن کي به سنگت جي شاخن قائم ڪرڻ تي سوچڻ لاءِ آماده ڪيو. ان وقت تائين سڄيءَ سنڌ ۾ ڪم ڪندڙ (نالي ماتر) اديبن جي جماعت 'جميعت الشعراء سنڌ' هئي، جيڪا پنهنجن پراڻن خيالن جي ڪري نون اديبن لاءِ اهميت جوڳي نه رهي، ان ڪري نوجوان ۽ روشن خيال اديب، تنوير عباسي، نياز همايوني، اياز قادري، مولانا غلام محمد گرامي، عبدالڪريم گدائي، مولائي شيدائي ۽ ٻيا جميعت کي ڇڏي، سنڌي ادبي سنگت ۾ اچي شامل ٿيا. 1954ع جي جولاءِ ۾ رشيد ڀٽيءَ سکر ۾ سنڌي ادبي سنگت جو قيام عمل ۾ آندو. اهڙيءَ طرح حيدرآباد ۾ 'عوامي ادبي انجمن' جي پليٽفارم تي ڪم ڪندڙ تنوير عباسي، عثمان ڏيپلائي، مولانا گرامي، مقبول ڀٽي، ع. ق. شيخ، ابن حيات پنهور، شمشير الحيدري، مراد علي مرزا، بيگم زينت چنا ۽ ٻين اديبن سان رشيد ڀٽيءَ ملاقات ڪري **'عوامي ادبي انجمن'** کي **'سنڌي ادبي سنگت'** ۾ ضم ڪرايو ۽ حيدرآباد سنگت جو پهريون سيڪريٽري **تنوير عباسي** ٿيو. ڏسندي ڏسندي 1956ع تائين جيڪب آباد ۾ برڪت آزاد ۽ عبدالڪريم گدائيءَ، نوابشاهه ۾ بردي سنڌي، نور عباسي ۽ قمر شهباز، خيرپور ۾ جمال رند، خواجه سليم ۽ هادي بخش لاڙڪ، شڪارپور ۾ بشير مورياڻي ۽ نياز همايونيءَ، لاڙڪاڻي ۾ دوست محمد ابڙي ۽ تاج محمد ابڙي، ٽنڊي محمد خان ۾ پرواني ڀٽيءَ، جهمپير ۾ ابن حيات پنهور ۽ ميرپور بٺوري ۾ پٽر سنڌيءَ (قاسم پٽر) سنڌي ادبي سنگت جون شاخون قائم ڪري ورتيون. سندن سرگرمين 'جمعيت الشعراء' جهڙي تنظيم کي به متاثر ڪيو ۽ اپريل 1956ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ **'ارڙهين سنڌي ادبي ڪانفرنس'** جي موقعي تي **'جمعيت الشعراءِ سنڌ'** جي ڪارندن، ترقي پسند اديبن کي به انفرادي طرح ڪوٺ ڏئي گهرايو. اتي سنڌ جي جدا جدا سنگتن جا نمائندا اچي شريڪ ٿيا ۽ سنڌي ادبي سنگت جي مرڪزي تنظيمي ڪميٽيءَ جو قيام عمل ۾ آيو. **10 جولاءِ** 1956ع تي ڪميٽيءَ جو ميڙ حيدرآباد ۾ ٿيو، جنهن ۾ سنگت جي رٿيل جوڙجڪ (آئين) کي آخري شڪل ڏئي، ڪراچيءَ ۾ آل سنڌ سنڌي ادبي سنگت ڪنوينشن ڪوٺائڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

اهڙيءَ ريت سنڌ سنگت جو **پهريون ڪنوينشن**، 17 آڪٽوبر 1956ع تي سنڌ مدرسي ڪراچيءَ ۾ ٿيو، جنهن ۾ سڄيءَ سنڌ جي ٻارهن شاخن (شڪارپور، لاڙڪاڻي، قنبر علي خان، سکر، خيرپور، موري، نوابشاهه، جيڪب آباد، ٽنڊي محمد خان، جهمپير، ميرپور بٺوري ۽ ڪراچي) جي 33 عيوضين شرڪت ڪئي، سنگت جي آئين پاس ٿيڻ ڪانپوءِ مرڪزي سنگت جون چونڊون ٿيون، جنهن ۾ **اياز قادري** سيڪريٽري، **شمشيرالحيدري** جوائنٽ سيڪريٽري، **موتيرام راماڻي** خزانچي ۽ **ع. ق. شيخ** آڊيٽر چونڊيا ويا. ٻن ٽن مهينن بعد اياز قادري استعيفا ڏني ۽ **شمشيرالحيدري** سندس جاءِ تي سيڪريٽري جنرل مقرر ٿيو. شمشير الحيدري 10 سالن تائين سنگت جون واڳون سنڀاليون. هن دؤر ۾ **ونيونٽ خلاف تحريڪ** ۽ **سنڌي ٻوليءَ جي بحاليءَ لاءِ تحريڪ** زوردار نموني سان هلي. سڄيءَ سنڌ مان هزارين **پوسٽ ڪارڊن** ۽ **صحيحن** ذريعي ايوب خان تي سخت دٻاءُ وڌو ويو ته سنڌي ٻوليءَ جي تعليم خلاف سازشون بند ڪيون وڃن ۽ سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻولي قرار ڏنو وڃي. **12 آڪٽوبر** 1962ع تي جنرل ايوب کي جهڪڻو پيو ۽ هن، سنڌي ٻوليءَ کي پرائمريءَ تائين محدود ڪرڻ واري فيصلي کي واپس ورتو ۽ سنڌي اديبن، شاگرن، استادن ۽ سياسي ڪارڪنن جي تحريڪ ڪامياب ٿي. سڄيءَ سنڌ ۾ **'سنڌي زبان جا ڏهاڙا'** ملهايا ويا.

12 آڪٽوبر 1966ع تي سنڌي ادبي سنگت جو ٻيو **مرڪزي ڪنوينشن** ڪراچيءَ ۾ **عبدالڪريم گدائيءَ** جي صدارت ۾ ٿيو، جنهن ۾ سيڪريٽري جنرل **تنوير عباسي**، جوائنٽ سيڪريٽري **پروانو ڀٽي**، خزانچي **حميد سنڌي** ۽ آڊيٽر **تاج بلوچ** چونڊيا ويا. ان کان اڳ، **تنوير عباسي،**



تنوير عباسي — شمشير الحيدري — اياز قادري

1965ع ۾ سنڌي ادبي سنگت کي سوسائٽي رجسٽريشن ائڪٽ 1860 تحت جوائنٽ اسٽاڪ ڪمپنيز حيدرآباد ۾ (رجسٽريشن نمبر 727 تحت) رجسٽر ڪرائي چڪو هو.

سنڌي ادبي سنگ سنڌ

ڊاڪٽر تنوير عباسي 1966ع کان 1969ع تائين سيڪريٽري جنرل رهيو. هن دؤر ۾ سنگت، سنڌي ٻولي ۽ ادب جي ترقيءَ لاءِ تمام وڏو ڪم ڪيو. **تنوير عباسي** پهريون سيڪريٽري جنرل هو، جنهن سنڌ سنگت جو باقاعدي رڪارڊ رکيو. هر اجلاس ۾ پاس ٿيندڙ ٺهراءَ سرڪار کي موڪلي، انهن تي عمل ڪرائڻ لاءِ ڪوششون ڪيون ويون. تنقيدي ڪلاس باقاعدي هلايا ويا، ونيونٽ خلاف باقاعدي تحريڪ هلائي وئي. سائين جي. ايم. سيد جي قائم ڪيل 'بزم صوفياءِ سنڌ' ۾ سنگت سان لاڳاپيل اديب باقاعدي شريڪ ٿيندا رهيا. سنگت پنهنجو وقار ۽ نالو قائم ڪيو.

1970ع ۾ سنڌ- سنگت جي ساليانی ڪنوينشن **رشيد ڀٽي**، سنڌي ادبي سنگت جو سيڪريٽري جنرل چونڊيو ويو. جڏهن ته جوائنٽ سيڪريٽري **تاج بلوچ**، خزانچي **محمد بخش سومرو** ۽ آڊيٽر **منير سنڌي** (ماڻڪ) چونڊيا ويا. رشيد ڀٽيءَ جي دؤر ۾ سنڌي اديبن ۽ سنڌ جي قومي سياستدانن جي گڏيل جدوجهد رنگ لاتو ۽ **ونيونٽ** ٽُٽو ۽ سنڌ، پاڪستان جي نقشي تي ٻيهر پنهنجو وجود برقرار رکيو. جيئن ته هن دؤر ۾ رشيد ڀٽي سياسي طرح وڌيڪ سرگرم رهيو، ان ڪري تاج بلوچ ۽ ٻين رشيد ڀٽيءَ کان استعيفا جو مطالبو ڪيو. 1979ع ۾ **تاج بلوچ** کي ان شرط تي سنڌي ادبي سنگت جو قائم مقام سيڪريٽري جنرل بڻايو ويو ته هُو سنگت جون ترت چونڊون ڪرائيندو. هي پورا پنج سال سنگت جو قائم مقام سيڪريٽري جنرل رهيو، ان ڪري، سنڌ جي ڪجهه نوجوان اديبن: لياقت رضوي، علي نواز ڦل، ظفر عباسي ۽ ٻين سنڌ جي اديبن سان رابطا ڪري مرڪزي چونڊن لاءِ تحريڪ هلائي. نتيجي طور سنڌي ادبي سنگت جي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو، **5 آگسٽ 1983ع** تي، خيرپور پريس ڪلب ۾، رشيد ڀٽي ۽ تاج بلوچ جي نگرانيءَ ۾، **سنڌي ادبي سنگت، سنڌ** جون مرڪزي چونڊون ٿيون، جن ۾، نئين آئيني ترميم موجب، ٻن سالن لاءِ **تاج جويو**، سيڪريٽري جنرل چونڊجي آيو. ساڻس گڏ


رشيد ڀٽي — تاج بلوچ — تاج جويو

شفيع محمد 'مخفي' جوائنٽ سيڪريٽري، علي نواز ڦل خزانچي ۽ امين ٿيٻو آڊيٽر چونڊيا ويا.

اُن کان پوءِ هر ٻئي سال، جمهوري طرح، سنڌي ادبي سنگت، سنڌ جي مرڪزي چونڊن ٿيڻ جو رواج پيو اڄ تائين، چونڊجي آيل سيڪريٽري جنرل جو تفصيل، تاريخ وار هيٺينءَ ريت آهي:

♦ 9 آگسٽ 1985ع تي، مسلم ڪاليج هاسٽل حيدرآباد ۾ چونڊيل سنڌ سنگت جا عهديدار: سيڪريٽري جنرل: **تاج جويو** (ٻيو ڀيرو)، جوائنٽ سيڪريٽري: **اياز گل**، خزانچي: **رسول بخش درس**، آڊيٽر: **اسير ملاح**.

♦ 1 اپريل 1988ع تي مسلم ڪاليج حيدرآباد ۾ چونڊيل سنڌ سنگت جا عهديدار: سيڪريٽري جنرل: **غلام حسين رنگريز**، جوائنٽ سيڪريٽري: **راشد مورائي**، خزانچي: **گل ملاح** ۽ آڊيٽر: **اختر درگاهي**.

♦ 23 مارچ 1990ع تي ٽيچرس ڪلب ڄام شوري ۾ چونڊيل سنڌ سنگت جا عهديدار: سيڪريٽري جنرل: **تاج جويو** (ٽيون ڀيرو)، جوائنٽ سيڪريٽري: **اياز گل**، خزانچي: **نياز پنهور** ۽ آڊيٽر: **پارس حميد**.

♦ 22 مئي 1992ع تي قاسم آباد ڪاليج حيدرآباد ۾ چونڊيل سنڌ سنگت جا عهديدار: سيڪريٽري جنرل: **ادل سومرو**، جوائنٽ سيڪريٽري: **منٺار سولنگي**، خزانچي: **غلام نبي ناشاد**، آڊيٽر: **نعيم شيخ**.

♦ 3 جون 1994ع تي ڀٽ شاهه ۾ چونڊيل سنڌ سنگت جا عهديدار: سيڪريٽري جنرل: **ڊاڪٽر شمس سومرو**، جوائنٽ سيڪريٽري: **ممتاز بخاري**، خزانچي: **ذوالفقار سيال** ۽ آڊيٽر: **آزاد انور ڪانڊڙو**.


غلام حسين رنگريز — ادل سومرو — ڊاڪٽر شمس سومرو

♦ اختلاف ٿيڻ ڪري ڊاڪٽر شمس سومري، استعيفا ڏني ۽ سندس جاءِ تي 17 نومبر 1995ع تي، سنڌ سنگت ڪائونسل اجلاس موري ۾ **ممتاز بخاري**، قائم مقام سيڪريٽري جنرل چونڊيو. باقي عهديدار ساڳيا رهيا.

♦ 8 نومبر 1996ع تي مسلم ڪاليج حيدرآباد ۾ چونڊيل سنڌ سنگت جا عهديدار: سيڪريٽري جنرل: **اياز گل**، جوائنٽ سيڪريٽري: **وسيم سومرو**، خزانچي: **غلام نبي ناشاد** ۽ آڊيٽر: **معشوق ڌاريجو**

♦ 13 ڊسمبر 1998ع تي قاسم آباد ڪاليج حيدرآباد ۾ چونڊيل سنڌ سنگت جا عهديدار: سيڪريٽري جنرل: **مختيار ملڪ**، جوائنٽ سيڪريٽري: **ضراب حيدر**، خزانچي: **اختر درگاهي** ۽ آڊيٽر: **اصغر سجاڳ سنڌي**.


ممتاز بخاري — اياز گل — مختيار ملڪ

♦ 19 فبروري 2001ع ۾ مسلم ڪاليج حيدرآباد ۾ چونڊيل سنڌ سنگت جا عهديدار: سيڪريٽري جنرل: **ادل سومرو**، جوائنٽ سيڪريٽري:

**گل ڪونڌر**، خزانچي: **آزاد انور ڪانڌڙو** ۽ آڊيٽر: **اسد سولنگي.**

♦ 14 ڊسمبر 2003ع تي مسلم ڪاليج، حيدرآباد ۾ چونڊيل سنڌ سنگت جا عهديدار: سيڪريٽري جنرل: **تاج جويو** (چوٿون ڀيرو)، جوائنٽ سيڪريٽري: **رياضت برڙو**، خزانچي: **آصف منياڻوي** ۽ آڊيٽر: **نور چاڪراڻي.**

♦ 19 جنوري 2006ع تي مسلم ڪاليج حيدرآباد ۾ چونڊيل سنڌ سنگت جا عهديدار: سيڪريٽري جنرل: **ڊاڪٽر ذوالفقار سيال**، جوائنٽ سيڪريٽري: **ڊاڪٽر مشتاق ڦل**، خزانچي: **معشوق ڏاريجو** ۽ آڊيٽر: **غلام محمد غازي.**

♦ 27 اپريل 2008ع تي سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد جي ڊاڪٽر بلوچ هال ۾ چونڊيل سنڌ سنگت جا عهديدار: سيڪريٽري جنرل: **يوسف سنڌي**، جوائنٽ سيڪريٽري: **ڊاڪٽر محمد علي مانجهي**، عورت جوائنٽ سيڪريٽري: **زيب نظاماڻي**، خزانچي: **جبار ملاح** ۽ آڊيٽر: **منظور اڄڻ.**

♦ 11 جولاءِ 2010ع تي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي ڊاڪٽر بلوچ هال ۾ چونڊيل سنڌ سنگت جا عهديدار: (هن ڀيري اياز گل جي ڌُر چونڊن جو بائيڪاٽ ڪيو) سيڪريٽري جنرل: **ڊاڪٽر مشتاق ڦل**، جوائنٽ سيڪريٽري: **مشتاق بخاري**، عورت جوائنٽ سيڪريٽري: **مهرالنساءِ لاڙڪ**، خزانچي: **نبي بخش ناز** ۽ آڊيٽر: **بشير منگي.**

♦ 14 اپريل 2013ع تي سنڌ ميوزيم حيدرآباد ۾ چونڊيل سنڌ سنگت جا عهديدار: سيڪريٽري جنرل: **ڊاڪٽر مشتاق ڦل**، جوائنٽ سيڪريٽري: **ملهار سنڌي**، عورت جوائنٽ سيڪريٽري: **مهرالنساءِ لاڙڪ**، خزانچي: **نبي بخش ناز** ۽ آڊيٽر: **رضا ڏاهري.**



ڊاڪٽر ذوالفقار سيال — يوسف سنڌي — ڊاڪٽر مشتاق ڦُل

◊ سنڌي ادبي سنگت جو نئون دؤر، تاج جويي جي دؤر (5.8.1983) کان شروع ٿيو. 1956ع کان 1983ع تائين سنڌ سنگت جا ٽي ڪنوينشن (1956ع، 1966ع ۽ 1970ع)، ٽي سنڌ سنگت ڪائونسل اجلاس ۽ اٺ ڪاروباري ڪميٽيءَ جا اجلاس ٿيا هئا. هن نئين دؤر ۾ اجلاسن ۾ باقاعدگي آندي وئي. پهرين ٻن سالن ۾ مرڪزي عهديدارن جا 12، ڪاروباري ڪميٽيءَ جا 7 ۽ سنڌ سنگت ڪائونسل جا ٻه اجلاس ٿيا. سنگت جو آئين، ميمبرشپ جا فارم، ليٽرپيڊ، رسيد بوڪ، سنگت سڃاڻپ ڪارڊ، ووٽر لسٽون ۽ اٺ خبرناما ڇپايا ويا. سنگت پبليڪيشن جو بنياد وڌو ويو. سنڌي ادبي سنگت جي تاريخ، ڪردار، ادب جي سماجي ڪارج، ادبي تخليقي لاڙن، دنيا جي انقلابن ۾ ادب جي ڪردار، شاهه لطيف جي شاعري، سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر، ادب جي نفسياتي رخن، ترقي پسند ادب جي معيارن، ذميوار صحافيءَ جي سماج ۾ ڪردار، سنڌ جي تاريخ ۽ تهذيب، اڄ جي ڪهاڻي ۽ اڄ جو شعر وغيره جهڙن موضوعن تي سوڀي گيانچنداڻي، سراج، شمشير الحيدري، آغا سليم، ڪامريڊ روچيرام، تاج صحرائي، انور پيرزادي، شمس سومري، ف. م. لاشاري، برڪت آزاد، محمد حسين وساڻ، غلام رباني آگري، حاڪم شاهه بخاري، مدد علي سنڌي، هدايت منگي، مير محمد پيرزادي، نواز رڪڻائي، تاج جويي ۽ ٻين کان ليڪچر ڏيارايا ويا. شاهه لطيف، شهيد هوش محمد، عبدالڪريم گدائي، حيدربخش جتوئي، پير حسام الدين راشدي، رائچند راٺوڙ، مسڪين جهان خان کوسي، مانيٽي اوٺي ۽ ٻين جون ورسيون ملهايون ويون. هن دؤر ۾ 102 شاخون متحرڪ رهيون. سنڌ کان ٻاهر جدي، اسلام آباد، ڪوئيٽا ۽ واهه ڪينٽ (پنجاب) ۾ شاخون کوليون ويون. ٽئين دؤر ۾، 27 ڊسمبر 1985ع تي سنڌ سطح جي ادبي ڪانفرنس بسنت هال حيدرآباد ۾ ڪوٺائي وئي، جنهن جي مختلف اجلاسن جا صدر ۽ خاص مهمان، سنڌ جا سينئر اديب- محمد ابراهيم جويو، تنوير عباسي، ابن حيات پنهور، برڪت آزاد، الهداد ٻوهيو، شمشير الحيدري ۽ ٻيا هئا. مارچ 1986ع ۾ ڪراچيءَ ۾ 'انجمن ترقي پسند مصنفين' جي گولڊن جوبلي ڪانفرنس ۾ سيڪريٽري جنرل شرڪت ڪري **'ترقي پسند تحريڪ ۽ سنڌي ادب'** عنوان تي مقالو پڙهيو ۽ مختلف ٻولين واري سيشن ۾ سنڌي، سرائڪي، بلوچي، پنجابي ۽ پشتو ٻولين کي قومي ٻوليون بنائڻ بابت سخت موقف اختيار ڪيو. پهريون ڀيرو 'سنگت ادبي اوارڊ' شروع ڪيا ويا. 'ڌارين جي آبادڪاريءَ خلاف' سڄيءَ سنڌ ۾ مظاهرا ڪرايا ويا. ٽنڊي ٺوڙهي حيدرآباد ۾، مرزا قليچ بيگ لائبرريءَ ۾ سموريءَ سنڌ جي اديبن ۽ صحافين جو اجلاس ڪوٺايو ويو، جنهن ۾ سوڀو گيانچنداڻي، محمد ابراهيم جويو، نثار حسيني، استاد بخاري، نجم عباسي، ولي رام ولڀ، فقير محمد لاشاري، انور پيرزادو، يوسف لغاري، قاسم پٿر، ڪامريڊ روچيرام، غلام حسين رنگريز، ارشاد ساگر، مدد علي سنڌي، جي. اين. مغل، دستگير ڀٽي، قمر شهباز، محمد خان مجيدي، علي بابا، نٿو موروواڻي، حميد سنڌي، خاڪي جويو، اياز گل، ناز سهتو، نياز پنهور، اسير ملاح ۽ ٻيا سؤ کن اديب شريڪ ٿيا. ان موقعي تي سنڌ ۾ ڌارين آبادڪاري ۽ ٻين قومي مسئلن تي 'گڏيل پڌرنامو' جاري ڪيو ويو. 13 سالن جي خاموشيءَ کان پوءِ پهريون ڀيرو سنڌ جي قومي شاعر شيخ اياز کي 31 ڊسمبر 1987ع تي حيدرآباد ۾ 'ادبي اوارڊ تقريب' ۾ آندو ويو، جتي سندس هٿان محمد ابراهيم جويي، دادا سنڌي، نصير مرزا، فقير محمد لاشاري ۽ ٻين کي اوارڊ ڏيارايا ويا. اپريل 1988ع ۾ ٻيو ڀيرو پريس ڪلب حيدرآباد ۾، شيخ اياز، سنڌي ادبي سنگت جي ڪانفرنس **'سنڌ جي بقا ۾ اديب جو ڪردار'** جي صدارت ڪئي، جنهن ۾ ماهتاب محبوب، ڊاڪٽر الهداد ٻوهيي، شمشير الحيدري، نجم عباسي، فقير محمد لاشاري، غلام حسين رنگريز ۽ ٻين مقالا پڙهيا. حافظ محمد بخش خاصخيلي مشهور نظم 'پاڻيءَ تي اڄ پاڻي ٽيندو'

پيش ڪيو. هن ڪانفرنس ۾ پهريون ڀيرو نوجوان شاعر حسن درس کي شيخ اياز آڏو متعارف ڪرايو ويو. تاج جويي جي چئني دورن ۾ ڪالاباغ ڊيم، ٿل ڪئنال ۽ ڌارين آبادڪاريءَ خلاف جدوجهد هلائي وئي، مظاهرا ڪرايا ويا. سنگت جا باقاعدي اجلاس ٿيا، قومي مسئلن تي ٺهراءُ پاس ڪرايا ويا. اديبن جي ورسين، رهاڻين ۽ شامن جا پروگرام منعقد ٿيا. 'سنڌ سنگت ڪائونسل' جي هر اجلاس ۾ پڌرناما جاري ٿيا. 29 سيپٽمبر 1991ع تي **'سنڌ ۾ ڌاريل مسئلو ۽ ان جو حل'** سيمينار، قومي شاعر استاد بخاريءَ جي صدارت ۾ ڪرايو ويو. خاص مهمان پروفيسر محمد عمر ميمڻ هو، جڏهن ته لياقت عزيز، نصير سارنگ، حسن مجتبيٰ، ائڊووڪيٽ غلام رسول رند، يوسف لغاري، پروفيسر سعيده بشير، جامي چانڊئي، جام ساقي ۽ نزهت پنهوَڻ پيپر پڙهيا ۽ تقريرون ڪيون. سنڌي رائيٽرس ائڪشن ڪميٽيءَ پاران سنڌ جي مسئلن تي انعام شيخ، حسن درس ۽ ٻين جام شوري ۾ بک هڙتال ڪئي، جنهن جو سيڪريٽري جنرل تاج جويي ۽ خزانچي نياز پنهور 'چارٽر آف ڊمانڊ' تيار ڪيو. جولاءِ 1990ع ۾ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل هال حيدرآباد ۾ سيڪريٽري جنرل شرڪت ڪري سنگت جو موقف پيش ڪيو. اهڙيءَ ريت ايلس فيض جي اڳواڻيءَ ۾ هيومن رائيٽس ڪميشن جي آيل وفد آڏو **'سنڌ ۾ ٿيل دهشتگرديءَ جي پسمنظر'** تي تفصيلي موقف پيش ڪيو ويو. هن دؤر ۾ پهريون ڀيرو ڪوئيٽا، بلوچستان ۾ 'سنڌي بلوچ ۽ پشتون قومن' جي يڪجهتيءَ جي حوالي سان 19 جولاءِ 1990ع تي شاهه لطيف ڏينهن سنگت طرفان ملهايو ويو. هن عرصي ۾ سنڌ جي قومي مسئلن تي سنگت پبليڪيشن جو هڪ خاص نمبر پڻ شايع ڪيو ويو. 1994ع ۾ مهراڻ يونيورسٽيءَ ۾ ٻن شاگردن جي قتل تي



سنگت پاران 'قومي جرڳو' ڪوٺايو ويو نورالهديٰ شاهه، پروفيسر عمر ميمڻ، پروفيسر لياقت عزيز، ائڊوڪيٽ يوسف لغاري ۽ تاج جويي تي مشتمل ڪميٽيءَ، وائيس چانسلرن، استادن، پوليس عملدارن، شاگردن ۽ ٻين جا انٽرويو ڪري انڪوائريءَ بعد قاتل ظاهر ڪيا ۽ فيصلو ڪري واسطيدار سياسي پارٽيءَ کي ڏوهارين خلاف قدم کڻڻ لاءِ لکيو ويو.

چوٿين دؤر ۾، پهريون ڀيرو (ڊسمبر 2003ع ۾) 15 رڪني سنڌ سنگت صلاحڪار ڪائونسل جوڙي، ان ۾ سنڌ سنگت جا ست اڳوڻا سيڪريٽري ۽ ست سينيئر اديب کنيا ويا، جيڪا وقت بوقت قومي مسئلن تي موقف پڌرو ڪندي هئي. 'سنگت تعليمي سٿ' مرڪز ۽ ضلعن ۾ ٺاهي، خانگي اسڪولن ۾ سنڌيءَ جي تعليم ۽ سرڪاري دفترن ۾ سنڌيءَ جي استعمال لاءِ تحرڪ ورتو ويو. سنڌ سنگت لايرز فورم ائڊووڪيٽ يوسف لغاريءَ جي نگرانيءَ ۾ ٺاهيو ويو. ثقافتي سٿ جوڙي بازاري ڪئسٽ شاعريءَ خلاف آواز اُٿاريو ويو. شيخ اياز فائونڊيشن جي سهڪار سان شيخ اياز جي ورسين جا پروگرام ڪيا ويا. هندستان مان آيل اديبن جي آجيان طور ڊسمبر 2004ع ۾ **'سنڌي آيا سنڌ ڏسڻ'** ڪتاب پڌرو ڪيو ويو. ڊسمبر 2005ع ۾ 'سنگت سالنامو' ۽ سنگت پبليڪيشن جو ڪتاب **'شاهه، سنڌ ۽ هندستان'** شايع ڪيو ويو. مرڪز ۽ ڪراچي شاخ پاران هند جي سنڌي اديبن: هري موٽواڻي، هيري ٺڪر ۽ نند جويريءَ کي آجياڻو ڏنو ويو. ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻيءَ کي اعزازي ميمبرشپ ڏني وئي.




◊ **غلام حسين رنگريز** جو دور تنظيمي طرح بهترين دور رهيو. سنگت جي هر شاخ جو ڌار فائيل رکيو ويو. سمورا مرڪزي اجلاس ۽ شاخن جا تنقيدي ڪلاس باقاعدي ٿيا. غير متحرڪ شاخن کي متحرڪ ڪيو ويو ۽ هن دور جو رڪارڊ آهي ته سنگت جي ڪنهن به شاخ جو الحاق رد نه ڪيو ويو. 'سنگت پبليڪيشن' جا ڊبل ڪرائون سائيز جا پنج پرچا ڪڍيا ويا، جن مان هڪ 'نارائڻ شيام' کي منسوب ڪيو ويو ۽ هڪ 'سنگت ڪارڪردگي نمبر' طور شايع ڪيو ويو. اشاعت جي ڪم ۾ مرڪزي عهديدارن سان گڏ سهڪاري ساٿ ۾ **تاج جويو** ۽ **يوسف سنڌي** شامل رهيا. 28 جنوري 1989ع تي **'سنڌ ۾ جمهوريت جي بحاليءَ'** جي حوالي سان ڀرپور پڌرنامو جاري ڪيو ويو. پهريون ڀيرو سنڌ سنگت جي مرڪزي باڊيءَ کي اسلام آباد شاخ آجياڻو ڏنو. 1988ع ۾ سائين جي. ايم. سيد جي ميزبانيءَ ۾ سن ۾ ٿيل 'سنڌ قومي اتحاد' جي جوڙجڪ واري اجلاس ۾، سنڌي ادبي سنگت مبصر طور شرڪت ڪئي. سنگت جي نمائندگي سيڪريٽري جنرل غلام حسين رنگريز ۽ جوائنٽ سيڪريٽري راشد مورائي ڪئي. تنوير عباسي ۽ تاج جويي به سنگت جي ميمبرن طور اجلاس ۾ شرڪت ڪئي. 1989ع ۾ سگا طرفان ڪراچيءَ ۾ ڪوٺايل 'سچل انٽرنيشنل ڪانفرنس' ۾ سيڪريٽري جنرل شرڪت ڪئي، سنڌي ادبي سنگت جي باني ايڊيٽر گوبند مالهي ۽ هند مان آيل اديبن ڪرشن کٽواڻي، وينا شرنگي ۽ ٻين کي منظور چيمبرس حيدرآباد ۾ آجياڻو ڏنو ويو. بلوچستان ۾ ڪوئيٽا شاخ جي سهڪار سان شاهه لطيف ڪانفرنس جي صدارت سيڪريٽري جنرل ڪئي،

سنڌي ادبي سنگ سنڌ

جڏهن ته خاص مهمانن ۾ مشهور بلوچ شاعر عطا شاد ۽ عبدالواحد آريسر شامل هئا. واهه ڪينٽ طرفان ’شاهه لطيف ڪانفرنس‘ ڪرائي وئي، جنهن جي صدارت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪئي. هن دور ۾ شاخن سان خط وڪتابت ذريعي مستقل رابطا رهيا. سنگت پبليڪيشن لاءِ همدرد فنڊ قائم ڪيو ويو. ساميءَ جي شاعري، ورڊس ورٿ جي فن ۽ فڪر، فرينچ انقلاب، سنڌ جون موجوده حالتون ۽ ان جو حل وغيره موضوعن تي عبدالواحد آريسر، رسول بخش پليجي، سيد اڪبر ۽ ٻين کان ليڪچر ڏيارايا ويا. نارائڻ شيام، شهيد عبدالرزاق سومري، مانيٽي اوٺي، مائي ڀاڳي، رشيد ڀٽي، مولائي شيدائي، آفتاب نظاماڻي ۽ ٻين جون ورسيون ملهايون ويون. پهريون ڀيرو 22 مارچ 1990ع تي ٽيچرس ڪلب ڄامشوري ۾ سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعر خليفي نبي بخش ’قاسم‘ لغاريءَ جي ڀرپور ورسي ملهائي وئي.

◊ **ادل سومري** جي دور ۾ به سنڌي ادبي سنگت جي شاخن سان رابطا ۽ خط و ڪتابت باقاعدگيءَ سان جاري رهي ۽ شاخن جو رڪارڊ بهتر نموني رکيو ويو. هن دور ۾ **’سنڌي ڪهاڻي ڪانفرنس‘** (22 آڪٽوبر 1992ع) خيرپور ۾ ڪوٺائي وئي، جنهن جا ٻه اجلاس ٿيا. پهرئين اجلاس جو صدر حميد سنڌي ۽ خاص مهمان اياز قادري هو ۽ ٻئي اجلاس جو صدر عبدالقادر جوڻيجو ۽ خاص مهمان رسول ميمڻ هئا. 22 اپريل 1993ع تي **’سنگت ڪهاڻي نمبر‘** ۽ **’شاعريءَ جي تربيتي ڪيسٽ‘** (ليڪچر: تنوير عباسي) جو مهورت پير حسام الدين راشدي آڊيٽوريم، سنڌالاجي، ڄام شوري ۾ ڪرايو ويو. ’سنگت ڪهاڻي نمبر‘ تي تاج جويي ۽ ڪئسٽ تي غلام حسين رنگريز تنقيدي مقالا پڙهيا. هيو اجلاس سنگت اوارڊ تقريب جو ٿيو. پهرئين اجلاس جو صدر ۽ مهورتڪار نجم عباسي ۽ خاص مهمان حميد سنڌي هئا. ٻئي اجلاس جو صدر محمد ابراهيم جويو ۽ تنوير عباسي هئا. هن دور ۾ پهريون ڀيرو اوارڊ: ڪنور ڀڳت، عبدالڪريم گدائي، نارائڻ شيام، استاد بخاري، هري دلگير، ذوالفقار راشدي، مرزا قليچ بيگ، مولائي شيدائي، موهن ڪلپنا، طارق اشرف، الطاف عباسي، جيجي زرينا بلوچ، رشيد ڀٽي، آپا خيرالنساءِ ملڪ، قاضي عبدالحئي قائل ۽ ٻين شخصيتن جي نالي جاري ڪيا ويا ۽ اهو رواج پوءِ به جاري رهيو. ادل سومري جي دور ۾ ئي سنگت اوارڊ جي ڊزائين نامور مصور خدا بخش ابڙي کان ٺهرائي سنڌ سنگت مرڪزي ڪاروباري ڪميٽيءَ جي اجلاس ۾ منظور ڪرائي وئي هئي. ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻيءَ سان لاڙڪاڻي ۾ رهاڻ (9 ڊسمبر 1993ع) ملهائي وئي. **’سنگت شاعري نمبر‘** ۽ **’شيخ اياز جي شاعري** (سندس آواز ۾) **ڪئسٽ‘** جو مهورت 18 مارچ 1994ع تي سڪرنڊ ۾ ڪرايو ويو. رشيد ڀٽيءَ جي ورسي سکر ۾ 25 مارچ 1994ع تي ملهائي وئي. سندس ٻنهي دورن ۾ ڪالاباغ ڊيم خلاف حيدرآباد ۽ سڄي سنڌ ۾ مظاهرا ٿيا، جن ۾ سينيئر اديب وڏي تعداد ۾ شريڪ ٿيا. منظور سخيراڻي (فنڪار) وحيد انصاري (شاعر)، منٺار سولنگي (اديب) ۽ حسين بخش ناريجي (سياستدان) جي اغوا خلاف مظاهرا ڪيا ويا. تنوير عباسي ۽ شيخ اياز جون ورسيون ملهايون ويون. سنگت مرڪز جي آفيس لاءِ هڪ لک ڪان وڌيڪ فنڊ گڏ ڪيو ويو. 13 ڊسمبر 2003ع تي اختر ڪاتيج حيدرآباد ۾ سنگت آفيس ۽ گوبند مالهي لائبرريءَ لاءِ ٻيڙهم جو پٿر محمد ابراهيم جويي کان رکرايو ويو. 13 اپريل 2003ع تي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي هال ۾ **’سنڌي ادبي ڪانفرنس‘** ڪرائي وئي ۽ **’سنڌي ٻوليءَ جي تعليمي حيثيت‘** بابت پڌرنامو جاري ڪيو ويو. سنگت جو سڌاريل آئين، ڪيترا نيوزليٽر ۽ **’سنگت ڪارڪردگي نمبر‘** شايع ڪيا ويا. آئيني ۽ تنقيدي اجلاس باقاعدي ٿيندا رهيا. سنگت پبليڪيشن پاران **’ڪهاڻيون‘** ڪتاب جو مهورت 7 مارچ 2001ع تي علي محمد پرويز کان ڪرايو ويو. هن دور ۾ ادل سومري، جون 1992ع ۾ ڪن غير ذميوار فردن طرفان غلط روش تي استعيفا ڏني ۽ جولاءِ تائين جولاءِ تائين **گل ڪونڌر** قائم مقام سيڪريٽري جنرل طور ڪم هلايو. بعد ۾ موري ۾ جولاءِ 1992ع دوران ڪاروباري ڪميٽيءَ جي اجلاس ۾ سندس استعيفا نامنظور ڪئي وئي. ادل سومري جي دور ۾ گل ڪونڌر جي ادارت هيٺ نڪرندڙ ’ادب‘ رسالي جي هر شماري ۾ 16 صفحا لڳاتار ٻئي سال **’سنگت خبرنامي‘** طور ڇپجندا رهيا.




◊ **ڊاڪٽر شمس سومرو** ڇهه مهينا سيڪريٽري جنرل رهيو ۽ عهديدارن سان اختلافن بعد استعيفا ڏئي ويو. قائم مقام سيڪريٽري **ممتاز بخاريءَ**، ذوالفقار سيال ۽ آزاد انور ڪانڌڙي واري باديءَ (94-1996ع) جي دور ۾ آئيني سڌارن لاءِ تنوير عباسي، تاج جويي ۽ يوسف سنڌيءَ تي مشتمل ’آئيني ڪاميٽي‘ جوڙي وئي، شاخن ۽ فردن کان 700 تجويزون ورتيون ويون، جن جي روشنيءَ ۾ آئيني سڌارا ڪيا. هن دور ۾ به مرڪزي اجلاس باقاعدگيءَ سان ٿيا. ڪالاباغ ڊيم ۽ ٻين قومي مسئلن تي مظاهرا ڪرايا ويا. خبرناما ۽ سنگت ڪارڪردگي رپورٽ جاري ڪئي وئي. **’سنڌي ٻولي قومي ٻولي‘** سيمينار ڪرايو ويو. پهريون ڀيرو سنڌي ٻوليءَ جي بحاليءَ لاءِ **دستخطي مهم** هلائي وئي. 1700 اديبن ۽ اهم ماڻهن جي صحيحن سان سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبرن کي يادداشت نامو پهچايو ويو. **قومي اسيمبليءَ** جي ميمبر سيد خورشيد شاهه ۽ پنجابي دانشور فخرالزمان سان ملاقاتون ڪري ڪين سنڌ جو آواز پهچايو ويو. سنڌ جي مسئلن تي خيرپور اجلاس ۾ **’16 نقاطي پڌرنامو‘** جاري ڪيو ويو.

ڪراچيءَ ۾ اياز قادري، عمر ميمڻ، نجم عباسي ۽ ن. م. محزون جي ياد ۾ ادبي ميڙاڪا ڪيا ويا، جن جي علي احمد بروهي، نورالهديٰ شاهه ۽ ماهتاب اڪبر راشديءَ صدارت ڪئي.

◊ **اياز گل** جي دور (98-1996ع) ۾ تنظيمي حوالي سان خاص ڌيان ڏئي، غير متحرڪ شاخن کي ختم ڪيو ويو. هن دور ۾ سمورن مرڪزي اجلاسن جو ڪورم پورو رهيو. باقاعدي خبرناما جاري ٿيا. ڪالاباغ ڊيم خلاف مظاهرا، مباحثا ۽ ليڪچر ڪرايا ويا. مرڪز پاران حيدرآباد ۾ جون 1997ع ۾ وڏو مظاهرو ڪرايو ويو، جنهن ۾ سنڌ جي سينيئر اديبن سميت 350 اديب شريڪ ٿيا. باقاعدي ادبي موضوعن تي ڪيترائي ليڪچر ڪرايا ويا. 50 سالن ۾ پهريون ڀيرو **سنڌي ادبي سنگت جي مرڪزي آفيس** لاءِ اختر ڪاٽيج، قاسم آباد، حيدرآباد ۾ پلاٽ خريد ڪري رجسٽر ڪرايو ويو، جنهن تي ڊاڪٽر **مشتاق ڦل** جي دور ۾ تازو مرڪزي آفيس جوڙائي وئي آهي. پهريون ڀيرو عالمن، اديبن ۽ شاعرن کي 'جنم ڏينهن ڪارڊ' ڇپيل صورت ۾ موڪليا ويا. سنگت جي مونوگرام سان فائيل، پينون ۽ ٻيو مواد تيار ڪرائي ڇپرايو ويو. جيڪو مرڪزي اجلاسن ۾ ڏنو ويندو هو. اياز گل جي دور ۾، ادل سومري، ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جي نگرانيءَ ۾ سنڌي ادبي سنگت جي پسمنظر ۽ تاريخ تي پي. ايڇ. ڊي ڪئي. هن دور ۾ سنڌ جي نامياري شاعر تاجل بيوس جي نون (9) ڪتابن تي مشتمل مجموعو سنڌ سنگت پاران ڇپايو ويو، جنهن جي ڪمائي سنگت جي حوالي ٿي. هن ئي دور ۾ **'سنگت جي پهرين گولڊن جوبلي ڪانفرنس'** 1997ع ۾ ملهائي وئي، جنهن موقعي تي سنگت جي سمورن زنده سيڪريٽري جنرلن شرڪت ڪئي، جن کي اوارڊ ڏنا ويا. گولڊن جوبلي ڪانفرنس واري ڏينهن، 28 ڊسمبر 1997ع تي سنڌ جي قومي شاعر شيخ اياز جو لاڏاڻو ٿيو. ان ڪري ڪانفرنس کي ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جي مشوري سان تعزيتي اجلاس ۾ بدلايو ويو.








تاريخ ۾ شايد اهو پهريون ڀيرو هو، جو ڪنهن ليجنڊ کي دفن ٿيڻ کان اڳ سوين اديبن خراج تحسين پيش ڪيو هجي. هن اجلاس ۾ سوين سينيئر اديبن ۽ جونيئر اديبن شرڪت ڪئي. پهريون ڀيرو هن موقعي تي سنگت جي بهترين شاخن کي، اڳوڻن سيڪريٽرين جي نالي سان مڃتا شيلڊون ڏنيون ويون. هن دور ۾ شاخن جون ادبي سرگرميون باقاعدي جاري رهيون.

◊ **مختيار ملڪ** جي دؤر جي مرڪزي باڊي چونڊجڻ کان اڳ چونڊن ۾ بيٺل ٻن گروپن جي اڳواڻن تاج جويي ۽ يوسف سنڌيءَ ۾ ناهه ٿيو ۽ گڏيل اميدوار چونڊن ۾ ڪامياب ٿيا. هن دور جي شروعات ان ريت ٿي ته 20 صدي ختم ٿي ۽ نئين ملينيم جي ابتدا ٿي. هن دور ۾ سالياني ادبي اوارڊ تقريب ۽ ٻوليءَ بابت سيمينار ٿيا. 9 اپريل 1999ع کان **'سنڌي ٻولي قومي ٻولي هفتو'** ملهائي سڄيءَ سنڌ ۾ پروگرام ڪيا ويا، جنهن جي ابتدا سنڌي ادبي سنگت ٽل شاخ کان ٿي، جتي 9 اپريل تي افتتاح پروگرام ٿيو، جتي **ڪتابي ميلو ادبي ڪانفرنس** ۽ **مشاعرو** ٿيو جنهن ۾ اڳوڻن سيڪريٽري جنرلن تاج جويي ۽ ڊاڪٽر شمس سومري پڻ شرڪت ڪئي. ان ڪانسواءِ 11 اپريل تائين ٻوليءَ بابت سيمينار، ليڪچر پروگرام ۽ ورڪشاپ منعقد ٿيا، خاص ڪري لاڙڪاڻي شهر ۾ چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج، ميهڙ، دادو، سوڀي مگسي ۽ ٻين شاخن ۾ **'سنڌي ٻولي، قومي ٻوليءَ'** بابت پروگرام ڪرايا ويا، جن ۾ سيڪريٽري جنرل ذاتي طور شرڪت ڪئي. هن سلسلي جو آخري پروگرام موري شهر ۾ سيد حاڪم علي شاهه بخاريءَ جي صدارت ۾ ٿيو، جنهن ۾ ڊاڪٽر سليمان سولنگي، راشد مورائي، سيڪريٽري جنرل مختيار ملڪ ۽ ٻيا اديب شريڪ ٿيا. هن دور ۾ ٽي خبرناما ۽ سالياني ڪارڪردگي رپورٽ ڇپائي وئي. مرڪزي اجلاس باقاعدي ٿيا. رابطہ سيڪريٽرين جا ٻه اجلاس نوابشاهه ۽ خيرپور ۾ ڪرايا ويا. حيدرآباد کي سنڌ جي دل سمجهندي، سيڪريٽري جنرل، حيدرآباد جي بند پيل شاخ کي ٻيهر متحرڪ ڪيو، جتي سنگت جي گڏجاڻين ۾ محمد ابراهيم جويي ۽ ٻين مستقل شرڪت ڪئي. هتي مرڪز سان گڏجي ڪيترا پروگرام ڪيا ويا ۽ ڪالاباغ ڊيم بابت هڪ مرڪزي مظاهرو پڻ ڪرايو ويو. هن دور ۾ ڪراچيءَ جي شاخن کي ٻه متحرڪ ڪيو ويو ان ڪانسواءِ شيخ اياز جي پهرين ورسي سنڌ سنگت پاران اياز جي مزار جي آڳر ۾ ملهائي وئي، جنهن ۾ محمد ابراهيم جويي، سوڀي گيانچندڻاڻي ۽ ٻين اديبن وڏي انگ ۾ شرڪت ڪئي ۽ اهو سلسلو بعد ۾ جاري رهيو. سنگت جي اڳوڻي سيڪريٽري جنرل ۽ سنڌ جي برک شاعر ۽ اديب تنوير عباسيءَ جي لاڏاڻي تي مرڪز پاران خيرپور شهر ۾ ٽي ڏينهن تڏو ڪيو ويو ۽ سڄيءَ سنڌ ۾ تعزيتي ميڙاڪا ڪوٺايا ويا.

◊ **ڊاڪٽر ذوالفقار سيال، يوسف سنڌي ۽ ڊاڪٽر مشتاق ڦل** جو دور (2006ع کان 2013ع ۽ اڄ تائين هلندڙ) هڪٻئي سان سهڪاري رهيو.

**ڊاڪٽر ذوالفقار سيال** جي دور ۾ سنگت جي آئين ۾ ترميم ڪري عورت جوائنٽ سيڪريٽريءَ جو عهدو وڌايو ويو. آئيني ڪميٽيءَ تي تاج جويو ۽ يوسف سنڌي ميمبر هئا. **يوسف سنڌيءَ** جي دور (10-2008) ۾ پهرين عورت جوائنٽ سيڪريٽري **زيب نظاماڻي** بنا مقابلي چونڊجي آئي ۽ بعد ۾ **ڊاڪٽر مشتاق ڦل** جي پهرين دور ۾ **مهرالنساءِ لاڙڪ** چونڊجي آئي ۽ ائين هن وقت ٻئي دور ۾ پڻ مهرالنساءِ لاڙڪ عورت جوائنٽ سيڪريٽري چونڊجي آئي آهي.

2006ع کان هن وقت تائين ٽنهي سيڪريٽري جنرلن جي دور ۾ يوسف سنڌي، '**سنگت پبليڪيشن**' جو نگران رهيو آهي ۽ هن وقت تائين سنگت پبليڪيشن جا 30 کان مٿي شمارا ڪڍيا ويا آهن ۽ مختلف اديبن جا ڪيترائي ڪتاب ڇپرايا ويا آهن، جن ۾ خاص طور 'نئين سنڌ جي ڳولا ۽ ايڪيهين صديءَ جون تقاضائون' (نصير سارنگ)، 'شاهه لطيف: تاريخ جي آئيني ۾'، 'سنڌي ٻولي، ماضي، حال ۽ مستقبل'، 'سامرين جي شهر ۾' (شاعري: آثم ناٿن شاهي) قابل ذڪر آهن.

**ڊاڪٽر ذوالفقار سيال** جي دور ۾ ٻيو پيرو '**سنڌ- سنگت گولڊن جوبلي ڪانفرنس**' جون تقريبون ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ 15 کان 16 ڊسمبر 2007ع تائين ڪرايون ويون. هن گولڊن جوبلي ڪوٺائڻ لاءِ اهو موقف اختيار ڪيو ويو ته جيئن ته سنڌ سنگت جي مرڪزي تنظيم 1956ع ۾ ٺهي هئي، ان ڪري 2006ع کي سنگت جي گولڊن جوبلي سال طور ملهايو ويو آهي. 7 جنوري 2007ع تي 'سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻوليءَ' جو درجو ڏيارڻ لاءِ ڪراچيءَ ۾ '**ٻولي ڪانفرنس**' ڪوٺائي وئي. ان ئي تسلسل ۾ يوسف سنڌيءَ جي دور ۾، 21 فبروري 2009ع تي سنڌ ميوزيم حيدرآباد ۾ ٻولي ڪانفرنس ڪوٺائي وئي، جنهن ۾ محمد يوسف ٽالپر، نواب وسڻ ۽ ماروي ميمڻ خصوصي شرڪت ڪئي. فبروري 2010ع ۾ صدر پاڪستان کي هڪ لک صحيحن سان پوسٽ ڪارڊ موڪليا ويا ۽ ان کانپوءِ هر سال 1 فبروري کان 21 فبروريءَ تائين '**سنڌي ٻولي قومي ٻولي**' جاڳرتا مهم هلائي ويندي آهي. مشتاق ڦل جي دور ۾ پهرين فبروري 2011ع تي پريس ڪلب حيدرآباد ۾ سنڌي ٻولي قومي ٻولي بابت مظاهرو ڪيو ويو، جنهن ۾ محمد ابراهيم جويي سميت ڪيترا اديب شريڪ ٿيا. 20 فبروري 2011ع تي ڪراچيءَ ۾ ٻولي ڪانفرنس ٿي ۽ 21 فبروري 2011ع تي سنگت اسلام آباد جي ميزبانيءَ ۾ اسلام آباد ۾ 'ٻولي ڪانفرنس' ڊاڪٽر مشتاق ڦل جي




صدارت ۾ ڪوٺائي وئي، جنهن ۾ ٻين ٻولين جي اديبن، سياسي، سماجي شخصيتن ۽ صحافين شرڪت ڪئي. هن ئي سال محترمه سسئي پليجو، وزير ثقافت جي سهڪار سان ثقافت کاتي، سنڌي ٻولي اٿارٽي ۽ سنڌي ادبي سنگت جي گڏيل ڪوشش سان '**سنڌي ٻولي قومي ٻوليءَ جو ڪيس**' تيار ٿي قومي اسيمبليءَ جي اسٽينڊنگ ڪميٽيءَ تائين پهتو. ڊاڪٽر مشتاق ڦل جي دور ۾ ئي 5 مارچ 2012ع تي سنڌ سنگت جي مرڪزي سيڪريٽريٽ جي عمارت جو اختر ڪاٽيجز، قاسم آباد، حيدرآباد ۾ وزير ثقافت محترمه سسئي پليجو ۽ سائين محمد ابراهيم جويي افتتاح ڪيو ان موقعي تي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي چيئرپرسن ڊاڪٽر فهميده حسين به موجود هئي.




مارچ 2012ع ۾ سنگت مرڪز پاران 'سنگت پبليڪيشن جي 29 ڪڙي'، 'يادگار ڪهاڻي نمبر' طور شايع ڪئي وئي. فبروري 2013ع ۾ سنڌي شاعريءَ جي تاريخ تي مشتمل ذوالفقار سيال جو ڪتاب 'سنڌي شاعريءَ جو سفر' ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. مشتاق ڦل جي دور ۾ 'ٻٽي مڪاني نظام' خلاف سنڌي اديبن ۽ سياستدانن سان گڏجي جدوجهد هلائي وئي، جنهن ۾ ڪاميابي حاصل ٿي. هن دور ۾ سنگت جا اجلاس باقاعدي ٿيندا رهيا.

اهڙيءَ ريت ابتدا کان وٺي اڄ تائين سنڌي ادبي سنگت پنهنجي روشن خيال، سيڪيولر، ترقي پسند ۽ غير تڪراري حيثيت برقرار رکندي، سنڌي ٻولي، ادب، تهذيب ۽ قومي مسئلن تي ڀرپور ادبي ڪردار ادا ڪرڻ سان گڏ پنهنجو جمهوري عمل برقرار رکيو آهي.

## سنڌي اديبن جي ڪوآپريٽو سوسائٽي، حيدرآباد:

سنڌ جي برک اديب محمد ابراهيم جويي ۽ ع. ق. شيخ، هي ادارو 1975ع ۾ سنڌي ٻولي ۽ ادب جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ منظور چيمبرس، گاڏي کاتي حيدرآباد ۾ قائم ڪيو. هن اداري جي ميمبرن ۾ ڊاڪٽر تنوير عباسي ۽ سنڌ جا ٻيا ناميارا اديب پڻ شامل هئا. سنڌي اديبن جي هن سهڪاري سنگت پاران ڪيترا ادبي ۽ سياسي معياري ڪتاب شايع ڪيا ويا، جن ۾ شاهه، سچل ۽ ساميءَ جا رسالا (شاگرد ايڊيشن)، 'ساميءَ جا سلوڪ' (ٻه ڀاڱا: پوجراج ناگراڻي: هن جي ٻئي ڀاڱي ۾ عبدالڪريم سنديلي جي سامي لغت به شامل آهي)، 'شاهه، سچل ۽ سامي: هڪ مطالعو' (محمد ابراهيم جويو)، 'ڪنول پاڙون پاتال ۾' (فتاح ملڪ جي شاعري)، 'ٻاويهه سو ٻاويهه' (قاضي فيض محمد جو ناول)، 'ڳالهيون من اندر جون' (صوفي لعل محمد چانڊيو)، 'جنسار' (قاضي فيض محمد جو ناول)، 'واڄٽ ويراڳين جا' (محمد امين کوسي ۽ سائين جي. ايم. سيد جا خط: مرتب: تاج جويو ۽ عبدالواحد آريسر)، 'ادب ٻولي ۽ تعليم' (محمد ابراهيم جويو)، 'هوءَ جا ٽمڪي ٻاهڙي' (محمد ابراهيم جويو)، 'ڳالهيون ڪتابن جون' (ٻه جلد: محمد ابراهيم جويو)، Sorrows of Sindh (G. M. Mehkri)، 'سنڌي ذات هنجڻ' (رسول بخش پليجو)، الوحيد آزاد سنڌ نمبر' (1936ع جو ڇپيو ڇاپو) وغيره شامل آهن.

**سنڌي_ انگريزي ڊڪشنري:** هي مقبول لغت سنڌ جي اوائلي لغتن ۾ شمار ٿئي ٿي، جنهن جو مرتب مشهور عالم پرمانند ميوارام آهي. هن ڊڪشنريءَ جو پهريون ڇاپو 1910ع ۾ ڇپيو. جنهن جي پيش لفظ ۾ پرمانند ميوارام اهو ڄاڻايو هو ته 1904ع ڌاري سنڌس دوستن ۽ گهڻن گهُرن کيس مشورو ڏنو ته سنڌي- انگريزي ۽ انگريزي- سنڌي لغتون تيار ڪرڻ کپن. جنهن بعد هن عرق ريزيءَ سان محنت ڪري نه رڳو سنڌي- انگريزي ڊڪشنري جوڙي تيار ڪئي، بلڪ 1933ع ڌاري انگريزي-سنڌي لغت به جوڙي. هن لغت جي تياريءَ دوران جن ساٿين سندس مدد ڪئي، تن ۾ ديوان روچيرام گجومل هو، جنهن پنهنجو انگريزي- سنڌي لغت وارو سمورو قلمي مواد کيس مهيا ڪيو، ان ڪان سواءِ هن مرزا قليچ بيگ، پيرو مل مهرچند، سهجرام ٺهلرام ڪان به مدد ورتي، جن جا هن ٿورا مڃيا آهن. هن سنڌي- انگريزي لغت جو ٻيو ڇاپو 1976 ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽيءَ پاران شايع ٿيو. جنهن ۾ 664 صفحا ۽ ضميمو شامل آهي. ٻئي ڇاپا ڊبل ڪرائون سائيز ۾ ڇپيل آهن ۽ ان جي قيمت 60 روپيا آهي.




**سنڌي_ انگريزي ڊڪشنري:** ڪئپٽن جارج اسٽئڪ هيءَ ديوناگري لپيءَ ۾ سنڌي- انگريزي ڊڪشنري، (A Dictionary of Sindhi and English) انگريز دؤر ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر حيدرآباد دوران تيار ڪئي هئي. ان ڪان اڳ هو انگريزي- سنڌي ڊڪشنري 1849ع ۾ ڇپائي چڪو هو. سنڌي انگريزي ڊڪشنريءَ جي تياريءَ دوران هو بيمار ٿي پيو ۽ انگلنڊ هليو ويو. صحت جي بهتريءَ بعد هن موٽي اچي هن ڊڪشنريءَ کي مڪمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته ڊسمبر 1853ع ۾ سندس وفات ٿي. ان وقت تائين هن ڊڪشنريءَ جا 160 صفحا ڇپجي چڪا هئا ۽ باقي ڪم تڪميل جي مرحلن ۾ هو ۽ الف- ب جا باقي 9 اکر رهيل هئا، جن کي بعد ۾ بئرو ايس. ايلس ترتيب ڏئي 1854ع ۾ ڇپرايو. هن لغت جو هڪ وڏي عرصي کان پوءِ محمد حسن عباسي ڇوٽون حصو موجوده سنڌي لپيءَ ۾ اُلٿو ڪيو هو. بعد ۾ اٿارٽيءَ جي ڪارڪن محترم پارسا رضويءَ هن لغت جو باقي حصو انٽرنيٽ تان ڳولي، ان کي سنڌي اسڪرپٽ ۾ آندو ۽ هن سڄي ڪم کي ڊاڪٽر فهميده حسين نظر مان ڪڍيو. اٽين 96 سالن کانپوءِ ڪئپٽن جارج اسٽئڪ جي هيءَ لغت 2010ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ڇپائي پڌري ڪئي. ڊبل ڪرائون جي 645 صفحن جي هن ڊڪشنريءَ جي قيمت 300 روپيا آهي.




**سنڌي ايڪانڪي** (ڪتاب): هي سنڌي ايڪانڪين (One act plays) تي مشتمل ڪتاب، نامور اديب ۽ ناٽڪ نويس لڇمڻ ڀمڀاڻيءَ جو ترتيب ڏنل آهي، جنهن ۾ سورهن ناٽڪ نويسن: (1) تيرٿ وسنت، (2) ڪرشن کٽواڻي، (3) ايم. ڪمل، (4) لکمي کلاڻي، (5) مدن جماڻي، (6) واسديو نرمل، (7) پريم پرڪاش، (8) ايشور چندر، (9) سندر اگناڻي، (10) شيام جئسنگهاڻي، (11) چمن شرما، (12) ڄيٺي لالواڻي، (13) لڇمڻ ڀمڀاڻي، (14) ويڙهو رفيق، (15) جگديش لڄاڻي ۽ (16) وڪرم شهاڻيءَ جا ناٽڪ شامل آهن. ڪتاب ۾ سنڌي ناٽڪ جي هڪ سؤ سالن کان وڌيڪ عرصي جي تاريخ تي مختصر روشني وڌي وئي آهي. ڊيمي سائيز جي 315 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو ساهتيه اڪادمي، نئين دهليءَ، پهريون ڇاپو 2004ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 80 روپيا آهي.




**سنڌي_ براهوي لغت:** هيءَ لغت ڊاڪٽر داد محمد خادم بروهي تيار ڪئي آهي، جنهن ۾ هن سنڌي ۽ براهوي ٻوليءَ جي معياري محاورن ۾ استعمال ٿيندڙ لفظن سان گڏ براهوي زبان جي سنڌ ۾ ڪتب ايندڙ محاورن جا لفظ به شامل ڪيا آهن. هن لغت ۾ براهوي لفظ سنڌي الف- ب ۾ آندا ويا آهن. 2004ع ۾ هيءَ لغت سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ شايع ڪئي. ڊيمي سائيز جي 294 صفحن تي مشتمل هن لغت جي قيمت 200 روپيا آهي.




**سنڌي ٻٽن لفظن جي لغت:** ٻٽا لفظ ٽن قسمن يا نمونن جا ٿين ٿا: (1) هم معنيٰ يا ساڳيءَ معنيٰ وارا، (2) متضاد يا وروڌي لفظ ۽ (3) زائد يا مهمل لفظ. اهڙن ٻٽن لفظن کي گڏ ڪري ڊاڪٽر غلام قادر سومري هيءَ لغت تيار ڪئي. لغت جو مهاڳ ۽ جامع مقدمو مرتب خود لکيو آهي، جڏهن ته پيش لفظ سنڌ جي اڳوڻي وڏي وزير عبدالله شاهه جو لکيل آهي. ڪتاب ۾ وڌ ۾ وڌ سنڌي لفظن سان گڏ ٻين ٻولين جي مروج لفظن کي به شامل ڪيو ويو آهي. الف- ب وار ترتيب سان تيار ڪيل هيءَ لغت ڊيمي سائيز جي 909 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 500 روپيا آهي ۽ ثقافت ۽ سياحت کاتي، حڪومت سنڌ، 1996ع ۾ ڇپائي پڌري ڪئي آهي.



**سنڌي ٻولي** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي محقق، ناميارې ناول نگار، اديب ۽ عالم سراج الحق ميمڻ جو سنڌي ٻوليءَ جي اصل نسل/ بڻ بڻياد تي لکيل اهم ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌي ٻوليءَ تي تحقيق جي حوالي سان ڪُل پنج باب: (1) 'انسان ڳالهائڻ ڪيئن سکيو'، (2) 'سنڌي ٻوليءَ'، (3) 'سنڌي تمدن'، (4) 'موهن جي دڙي جي سنڌي ٻولي (I)' ۽ (5) 'موهن جي دڙي جي سنڌي ٻولي' (II) آهن. ليکڪ ابتدائي طور سنڌي ٻوليءَ بابت هڪ تحقيقي مضمون لکي 1959ع ڌاري ڇپرايو هو، جنهن علمي ۽ ادبي ميدان ۾ تمام گهڻي مقبوليت ماڻي. بعد ۾ هن سنڌي ٻوليءَ جي حوالي سان وسيع پيماني تي سائنسي تحقيق ڪري ڪي واڌارا ۽ سڌارا آڻي 'سنڌي ٻوليءَ' جي نالي سان 1964ع ۾ ان وڏا ايل مقالي کي ڪتابي صورت ۾ ڇپرايو هن ڪتاب جو پيش لفظ ليکڪ جو لکيل آهي، جڏهن تہ ڪتاب جو ديباچو سنڌي ٻوليءَ جي ناميارې اديب ۽ يگاني عالم محمد ابراهيم جويي لکيو آهي. هن ڪتاب جي اهميت ۽ افاديت کي نظر ۾ رکندي ڪتاب جو انگريزي ۾ پڻ ترجمو ڪيو ويو آهي. هيءَ ڪتاب سنڌي ٻولي ۽ ادب جي شاگردن لاءِ ڪورس تي بہ رکيل آهي. چارنگي ٽائيٽل ۽ پڪي توڙي ڪچي جلد سان ڊيمي سائيز ۾ هن ڪتاب جو هيءُ ٻيو ڇاپو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ طرفان سال 2009ع ۾ شايع ٿيو. 187 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو ملهہ 120 روپيا آهي. هن ڪتاب جو انگريزي ترجمو 'Sindhi Language' جي نالي سان امجد سراج ميمڻ ڪيو آهي. هن ڪتاب جو اهو انگريزي ترجمو بہ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ڇپائي 2009ع ۾ پڌرو ڪيو آهي.




**سنڌي ٻولي** (تحقيقي جرنل): هي سيپٽمبر 2008ع کان، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد پاران جاري ٿيندڙ سنڌي ٻوليءَ جو اهم تحقيقي جرنل آهي. 2008ع کان اڳ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ حميد سنڌيءَ جي دؤر ۾ بہ چار ٽماهي پرچا شايع ٿيا، ڊاڪٽر غلام علي الانا جي دور ۾ هن جنرل جا 4 کن ڇهہ ماهي شمارا طويل شايع ٿيا، بعد ۾ ڊاڪٽر فهميده حسين جي سربراهيءَ هيٺ 2008ع جي آخر کان 'سنڌي ٻولي' جرنل جا اڄ ٽائين شمارا باقاعدگيءَ سان ڇپجي پڌرا ٿيندا رهيا آهن.



'سنڌي ٻولي' تحقيقي جرنل جو مقصد، سنڌي ٻولي، لکت ۽ ان جي علم يعني لسانيات ۽ ان جي مختلف شاخن ۽ موضوعن کانسواءِ ادب جي ٻولي، دفتري ٻولي، درسي ڪتابن جي ٻولي، سائنس جي ٻولي، سوشل سائنس (سماجي علمن) جي ٻولي، ميڊيا جي ٻولي، سماج جي مختلف حصن ۾ ڳالهائجندڙ لهجا، محاورا، اصطلاح، هر طبقي ۽ هر شعبي جي ٻوليءَ جي سنڌي روپ بابت مقالن ۽ تحقيقي مضمونن جي اشاعت کي يقيني بنائڻ آهي. وقت سان گڏ سنڌي ٻولي جرنل ۾ شايع ٿيندڙ موضوعن ۾ وسعت آڻيندي ٻوليءَ کان هٽي، سائنس، ڪمپيوٽر، سوشل سائنس، مذهب، موسيقي ۽ ادب جي موضوعن کي پڻ شايع ڪيو ويو آهي. هن تحقيقي جرنل ۾ سنڌ جي نامور عالمن، اديبن، محققن، استادن ۽ شاگردن جا معياري ۽ تحقيقي مضمون شايع ڪيا ويندا آهن.



'سنڌي ٻولي' تحقيقي جرنل جي ايڊيٽوريل بورڊ ۾ محمد ابراهيم جويو، ڊاڪٽر غلام علي الانا، سحر امداد ۽ نورالهديٰ شاهہ شامل رهيا آهن. جرنل جي چيف ايڊيٽر ڊاڪٽر فهميده حسين ۽ ايڊيٽر تاج جويو آهي. اپريل- جون 2013ع تائين سنڌي ٻولي جرنل جا ڪل پنج جلد ۽ 16 شمارا شايع ٿي چڪا آهن. پهريون شمارو سيپٽمبر 2008ع ۾ شايع ٿيو هو جنهن جي قيمت 60 روپيا هئي. سنڌ جي نقشي سان سينگاريل، ڊيمي سائيز ۽ ڪچي جلد تي مشتمل سنڌي ٻولي جرنل جي شمارن جو ملهہ هن وقت في شمارو 70 روپيا آهي.

**سنڌي ٻولي امر آهي** (ڪتاب): هي ڪهاڻين جو مجموعو هند-سنڌ جي نامور ڪهاڻيڪار لعل پشپ جو آهي، جنهن ۾ هن جون هيٺيون ڪهاڻيون شامل آهن: (1) ها ۽ نہ جي وچ ۾، (2) روشنين جي اوندهہ، (3) سنڌي ٻولي امر آهي، (4) شڪارپور، سنڌي- 1938ع، (5) ڪرمغز، (6) دان وير، (7) ليکڪ ٿيڻ ۾.




ڊيمي سائيز جي 88 صفحن تي مشتمل هيءَ ڪتاب، لعل پشپ ساهت مالها جو ڏهون ڪتاب آهي، جيڪو اپريل 2004ع ۾ ڇپيو آهي ۽ ان جي قيمت 50 روپيا آهي.

**سنڌي ٻوليءَ بابت مقالا ۽ مضمون** (جلد پنجون) ڪتاب: هي ڪتاب سنڌي ٻولي متعلق مضمونن ۽ مقالن تي مشتمل آهي، جيڪو مختيار احمد ملاح ترتيب ڏنو آهي. ڪتاب سنڌي ٻولي متعلق مقالن ۽ مضمونن تي، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي جو پنجون ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد، واڌ ويجهہ، مختلف دورن ۾ ٻوليءَ

جي حالت، ٻين ٻولين جي اثر، ٻوليءَ جي خوبين، ٻوليءَ جي ترقي ۽ ان آڏو پيش ايندڙ رڪاوٽن ۽ جديد ميڊيا ۾ ان جي استعمال بابت، سنڌ




جي عالمن، اديبن ۽ ٻوليءَ جي ماهرن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ايم.ايڇ. پنهور، ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي، لعل سنگهه اجواڻي، هيري ٺڪر، ڊاڪٽر اياز قادري، اڪٽر تنوير عباسي، مظهر يوسف، ڊاڪٽر هدايت پريم، ڊاڪٽر جيٺي لالواڻي، ڊاڪٽر فهميده حسين، ڊاڪٽر الياس عشقي، پروفيسر عبدالرحمان جسڪاڻي، ڊاڪٽر ڪملا گوڪلاڻي، ڊاڪٽر غلام محمد لاکي، ڊاڪٽر قاسم ٻگهيي، ڪريم بخش خالد، شمس سومري، آفتاب ابڙي، انجنيئر احسان احمد عرساڻي ۽ ڪتاب جي مرتب مختيار احمد ملاح جا مقالا ۽ مضمون شامل آهن. ڪتاب جي شروع ۾ 'ناشر نوٽ' ڊاڪٽر فهميده حسين لکيو آهي. ڪتاب ۾ 'مقدمو' مرتب مختيار احمد ملاح جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز جي ڪچي جلد سان 398 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 400 روپيا آهي. هي ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد 2011ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**سنڌي ٻوليءَ جو آڳاٽو منظوم ذخيرو** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي آڳاٽي ۾ آڳاٽي دستاويز تي آڌاريل آهي. هن ڪتاب ۾ موجود مواد عزت بن سليمان نالي ڪاتب 1067هه-1069هه بمطابق 1600ع-1657ع دوران رسالن ۾ اتاريو، جنهن ڪي سنڌي ٻوليءَ جي نامور




عالم ۽ محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ تحقيق ۽ ترتيب بعد ڪتابي صورت ۾ آندو. هي سنڌي تحرير، املا ۽ سنڌي ٻوليءَ جي مطالعي بابت تاريخي حيثيت رکي ٿي. هن ڪتاب جو مواد اوٽيتاليهن جدا جدا موضوعن تي تعليمي مقصدن خاطر سنڌي ۾ تصنيف ڪيو ويو آهي. هي سڄو ذخيرو منظوم صورت ۾ آهي، جنهن ۾ سنڌي نظم جون ٻه صنفون: 'سنڌي بيت' ۽ سنڌي منظوم بند' شامل آهن. سنڌي بيت جون اُهي سڀ سٽائون، جيڪي ان کان اڳ قاضي قادن جي بيتن ۾ ملن ٿيون سي پڻ هن ذخيري ۾ موجود آهن. هن ڪتاب جا جملي موضوع علم، ديني تدريس ۽ اخلاقي تعليم بابت تحرير ڪيل آهن، جهڙوڪ: خالق جي هيڪڙائي، ڪائنات جي تخليق، انسان جي پيدائش جا سبب، حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي سوانح، سيرت ۽ مدح، درسي ۽ علمي ڪتابن بابت موضوعاتي سمجهاڻيون، اسلامي شريعت جي سکيا لاءِ ڪتاب، اخلاقي تعليم لاءِ نصيحتون ۽ هدايتون ۽ نبين جي تاريخ ۽ قصا وغيره. ڪتاب جو مهاڳ ۽ مقدمو، محقق پاڻ لکيو آهي. ڊيمي سائيز ۾ خوبصورت ٽائيٽل سان ڇپيل هن ڪتاب جي قيمت 80 رپيا آهي. هيءُ ڪتاب 1993ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري ڇپائي پڌرو ڪيو.

**سنڌي ٻوليءَ جو تشريحي گرامر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌي ٻولي ۽ لسانيات جي ماهر ڊاڪٽر غلام علي الانا جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌي ٻوليءَ جي گرامر کي نهايت آسان بڻايو ويو آهي، جيئن هر درجي جي ٻار جي سمجهه ۾ اچي. هن کي ڪُل ڇئن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي:




**پهريون ڀاڱو:** ڳالهائڻ جا لفظ ۽ انهن جو اڀياس' جي نالي سان چوڏهن بابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ڳالهائڻ جا لفظ، اسم جا عدد، رائج حالتون، انهن جا قسم، حرف جر، صفت، ظرف، فعل، فعل جا ڪردنت يا مشتق مرڪب فعل، زمانن جو اڀياس، فعلن جون معروضي ۽ مجهولي صورتون/ فعلن جا پريوگ، حرف جملو، حرف ندا شامل آهن.

**ٻيو ڀاڱو:** 'علم صرف جو اڀياس' جي نالي سان صرف هڪ باب تي مشتمل آهي، جنهن ۾ علم صرف جي وصف، ڪارج ۽ مفهوم ڏنل آهن.

**ٽيون ڀاڱو:** 'علم نحو جو اڀياس' جي نالي سان ڇهن بابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ نحو جي وصف ۽ اُن جا اصول، جملي يا فقري جا مکيه ڀاڱا، جملن جا قسم، عبارت/ اُسلوب (Style) جي لحاظ کان جملي جا قسم، ضمير متصل جو استعمال، ٻڌا ضمير متصل- شامل آهن.

**چوٿون ڀاڱو:** ڇئن بابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ترڪيب، تفريق يا ڇيد ڪرڻ، بيهڪ جون نشانيون، سنڌي ويا ڪرڻ جون ڪي خاص ۽ اهم خصوصيتون شامل آهن. هن ڀاڱي ۾ مختلف جانورن/جاندارن جي آوازن لاءِ لفظ، جانورن جي ڦرن/ ٻچن جا نالا، محنت ڪشن جي اوزارن جا نالا، اصطلاح/ ورجيسون، ڪي چونڊ تشبيهون ڏنل آهن.

ڊاڪٽر غلام علي الانا ڪان پهرين ڪنهن ٻه گرامر نويس سنڌي ٻوليءَ جي گرامر کي ايترو آسان ۽ تشريحي بڻايو آهي. 353 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هن ڪتاب جي قيمت 300 روپيا آهي.

**سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌي




ٻوليءَ جي ناليواري ماهر ۽ محقق ڊاڪٽر الهداد ٻوهئي جو لکيل آهي، جيڪو هن پي. ايڇ. ڊي ڊگري لاءِ مقالي جي صورت ۾ لکيو، جنهن کي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ طرفان ڇپايو ويو هيءُ ڪتاب پنجن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. ڀاڱي پهرين ۾ انساني سماج ۽ ان جي پس منظر ۽ جوڙ جڪ، ٻوليءَ جي وصف ۽ ڪارج ۽ ثقافت

تي بحث ڪيل آهي. ڀاڱي ٻئي ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ادب ۽ ان جي سماجي اڀياس متعلق، ڀاڱي ٽئين ۾ روز مره استعمال ٿيندڙ ٻوليءَ تي چندچاڻ، ڀاڱي چوٿين ۾ اشارن واري ٻوليءَ جو اڀياس ۽ ڀاڱي پنجين ۾ ٻوليءَ جي سماج ۽ معنوي حيثيت تي بحث ۽ محقق جي اظهارن جي ذريعن جو ذڪر ٿيل آهي. ڪتاب جو موضوع فلسفياڻو، منجهائيندڙ، ڳهرو، تورتڪ جي سائنسي پيمانن تي مشتمل آهي، ليڪ اوترو ئي هن ڪتاب ۾ موضوع جي متعلق ڳهرا ويچار ڏنا آهن. 257 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 30 روپيا آهي، جنهن کي سنڌالاجيءَ 1979ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو 2012ع ۾ ٻه ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي.

**سنڌي ٻوليءَ جو گرامر** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور جرمن محقق ارنيسٽ ٽرمپ جي انگريزي ڪتاب A Grammar of Sindhi Language جي سنڌي ٻوليءَ بابت لکيل ڀاڱي جو ترجمو آهي، جيڪو ڊاڪٽر امجد سراج ميمڻ ڪيو آهي. ڪتاب جي ايڊيٽنگ ڊاڪٽر فهميده حسين ڪئي آهي. هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي گرامر تي تحقيق ڪندڙ شاگردن ۽ عالمن سان گڏ سنڌي گرامر پڙهائيندڙ استادن لاءِ ٻه ڪارائتو ڪتاب آهي. هي ڪتاب 'سنڌي لئنگئيج اٿارٽي' ۽ 'اينڊوومنٽ فنڊ ٽرسٽ فار پرزرويشن آف هيريٽيج آف سنڌ' جي گڏيل سهڪار سان ڇپايو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ 332 صفحا آهن. ڪتاب جي قيمت 400 روپيا آهي.

**سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي نامور لسانياتي ماهر ۽ ليکڪ ڊاڪٽر غلام علي الانا جو تحرير ڪيل آهي. ڪتاب کي ڪل تيرهن بابن ۾ ورهايو ويو آهي، جيڪي هيٺينءَ ريت آهن: (1) زبان، معاشرو، انسان ۽ ثقافت، (2) ٻولي، ان جي ابتدا ۽ اوسر، (3) سنڌي ٻوليءَ جي ابتدائي اوسر ۽ عربن جي سنڌ تي حڪومت ۽ ابتدائي دور ۾ سنڌي زبان جي حيثيت، (5) سنڌي ٻوليءَ جي معياري حيثيت، (6) سنڌي ٻوليءَ جي اعليٰ معياري حيثيت، (7) شاهه لطيف جو زمانو،




(8) سچل سرمست ۽ ساميءَ جو زمانو (9) چؤ مورتيءَ واري زماني ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ترقي، (10) پاڪستاني دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ترقي، (11) ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ٻوليءَ لاءِ جدوجهد، (12) سنڌي ٻوليءَ جو موجوده مقام، (13) سنڌي ٻوليءَ جو مستقبل ۽ ان لاءِ ڪي تجويزون. هر باب ۾ ڌار ڌار ننڍن عنوانن سان سنڌي ٻوليءَ جي ارتقائي تاريخ، سنڌي سماج ۾ ان جي واهپي، فروغ، استعمال ڪندڙ جاين، مختلف مڪتبه فڪر جي ماڻهن جي بيان سميت سنڌي ٻوليءَ جي وهنوار، صوتي نظام، ودوان، شاعرن، عالمن، مشائخن، ٻهچ، پڪيڙ، ديني ادب، لوڪ ادب ۽ انهن جي صنفن، ٻوليءَ جي سياسي حيثيت جي تسليمي لاءِ اٿيل تحريڪن، تعليمي نظام جي ضرورتن، حالتن ۽ ان جي سڌاري سميت ان جي واڌاري لاءِ تدبيرن وغيره تي مشتمل مواد لکيو ويو آهي. هر عنوان تي جامع ۽ سرسري انداز سان لکي سنڌي ٻوليءَ لاءِ قابل قدر ڪم ڪيو ويو آهي. ڪتاب جو انتساب ڊاڪٽر غلام علي الانا پنهنجي محسنن مرحومه سڪينه رمضان علي، سيٺ محب علي ۽ اعتمادي سلطان علي فدائيءَ کي ڪيو آهي، جن سندس پڙهائيءَ جا خرچ پريا، گهر ۾ رهايو تربيت ڪئي ۽ پٽ ڪري نڀايو. جنهن جي طفيل سنڌي ٻوليءَ کي هڪ فهم شناس عالم ميسر ٿيو ۽ سنڌي ٻوليءَ جي اصل نسل، تاريخي بناوت تي سائنسي طرز سان تحقيق عمل ۾ آئي. ڊبل ڪرائون سائيز ۾ 468 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو مهاڳ سنڌي ٻوليءَ جي ماهر ۽ نامور ناول نگار سراج الحق ميمڻ لکيو آهي، ڪتاب 2006ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد پاران ڇپجي پڌرو ٿيو جنهن جي قيمت 300 روپيا آهي.

**سنڌي ٻوليءَ جي زيارت** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ ۽ هند جي نامور ليکڪ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ناميارِي محقق ڊاڪٽر پرسي گدواڻيءَ جو لکيل آهي. هي ڪتاب ڀارت ۾ رهندڙ سنڌين جي ٻوليءَ جي اڀياس تي مشتمل آهي. خاص طور تي ليکڪ ٻني علائقي جي ڳوٺن ۽ بستين ۾ وڃي اتي ڳالهائجندڙ ٻوليءَ جو اڀياس ڪري، هند ۾ سنڌي ٻوليءَ جو درشن ڪرائي جڻ ته ان جي مختلف گڻن جو اڀياس ڪرايو آهي. ڪتاب ۾ ورهاڱي سبب هند لڏي وڃي بستيون جوڙيندڙ سنڌين جي ٻوليءَ جي اسلوب، لهجن ۽ ان تي هند جي ٻولين جي اثر کي نمايان ڪرڻ سميت سنڌ اندر ٻوليءَ جي لهجاتي نموني جو به تذڪرو ڪيو ويو آهي. ڌنڌن، ذاتين، جاگرافيائي اثرن وغيره عيوض ٿيندڙ لهجن بابت به سرسري لکيو ويو آهي. پرسي گدواڻيءَ پنهنجي هن ڪتاب ۾ جهونن سنڌي لفظن جي ذخيري ۽ انهن لفظن، هند ۾ ڳالهائجندڙ سنڌي ٻوليءَ بابت تحقيقي ڄاڻ ميسر ڪئي آهي. ان سميت سنڌيءَ جي سوڊڪي لهجي ۾ سوڍن جا شخصي نالا ڏيئي سنڌ جي ثقافت جي هڪ طرح سان اپٽار ڪندي سنڌي ٻوليءَ جي لهجاتي خوبين متعلق ڇڳو چوڪو مواد گڏ ڪيو آهي. ڪتاب ۾ ليکڪ ٻوليءَ تي تحقيق وارو مواد پنهنجي ڀارتي دوست ڏانهن لکيل خطن واري اسلوب ۾ جمع ڪيو آهي. سوڊڪيءَ ۾ رنگن لاءِ ڪهڙا لفظ استعمال ڪيا وڃن ٿا، سنڌي ساز ٻوڙيندي جي هند جي سنڌين ۾ ڪيئن نه اڄ به قدر شناسي آهي وغيره تي خوب لکيو اٿائين. پرسي گدواڻيءَ جو لکيل هي ڪتاب ذاتي طور تي ٻني علائقي جي ڳوٺن ۾ ڪچهريون ڪندي،



سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس ڪرڻ واري تحقيق تي مبني آهي. ڊيمي سائيز ۾ 87 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب گجرات سنڌي اڪيڊمي، دفتر پنڊار، گانڌي نگر پاران 1989ع ۾ ڇپيل آهي، ڪتاب جي قيمت 20 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سنڌي ٻوليءَ کي للڪار** (ڪتاب): هي ڪتاب ’ملير ڊائجسٽ‘ ۾ شايع ٿيل مضمونن تي مشتمل آهي، جنهن کي عبدالغفور ميمڻ ترتيب ڏنو آهي ۽ هي ان جو ٻيو ڇاپو عظمت ادبي اڪيڊمي، حيدر آباد جي 14 نمبر ڪتاب طور شايع ڪيو آهي. ان




جو ڇاپو پهريون، مئي 1973ع، ڇاپو ٻيو جولاءِ 1978ع ۾، ڇاپو ٽيون، جون 1984ع ۾ ۽ هي چوٿون ڇاپو سيپٽمبر 1989ع ۾ پڌرو ٿيو آهي. ڪتاب ۾ پير حسام الدين راشدي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، محمد ابراهيم جويو، ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، عبدالڪريم سنديلي، تنوير عباسي، صاحب خان چنڙ ۽ تاج جويو جا مضمون ڇپيل آهن. ڪرائون سائيز جي 78 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 9 روپيا آهي.

**سنڌي ٻولي (لسانياتي جاگرافي، آراڏايون ۽ لفظي ترتيب: ڪتاب):** هيءُ ڪتاب لسانيات جي ڄاڻو ليکڪ محمد عمر چنڊ جو لکيل آهي. جيڪو ڊاڪٽر غلام علي الانا جي ڪتاب ’سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي‘ تي ڪيل تنقيد تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ محمد عمر چنڊ ڪٿي ڪٿي شخصي تنقيد به ڪئي آهي، جيڪا علمي معاملي ۾ ناگوار گذري ٿي. تڏهن به هڪ خاص مقصد کي سامهون رکي تحرير ڪيل هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ متعلق علمي دستاويز آهي، جيڪو بهرڪيف اهميت لهڻي ٿو. ڪتاب کي ڪل ٻارهن بابن ۽ ٽن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي،




جن مان پهرئين ڀاڱي ۾ لسانياتي جاگرافيءَ ۾ هيٺيان پنج باب آهن: 1. قصو ڪڏڪ جي باغ پوڪيندڙ ماڻهيءَ جو، 2. تحقيق جا ڪي اهلهه پهلو، 3. لسانياتي جاگرافيءَ سان لاڳو ڪن اصطلاحن تي بحث، 4. ڊائيليڪٽالاجي سان لاڳو ڪن اصطلاحن تي بحث، 5. ٻوليءَ جون وصفون ۽ انهن سان لاڳو ڪن اصطلاحن تي بحث. ٻيو ڀاڱو ’ٻوليءَ جي آراڏاين جي مطالعي جي تاريخ جو مختصر جائزو‘ ۾ هيٺيان باب رکيا ويا آهن. 6. لسانياتي جاگرافيءَ جي اوسر جو هڪ مختصر تاريخي جائزو 7. لسانياتي جاگرافيءَ جو پهريون دور 9. لسانياتي جاگرافيءَ جو ٻيو دور 10. سماجي لسانيات کان محاورن جي اڀياس تائين، 11. سنڌي ٻوليءَ جي آراڏاين تي تحقيق جا ميدان. ٽيون ڀاڱو ٽئين ۾ باب ٻارهون سنڌي ٻوليءَ جي لفظي ترتيب جو مسئلو شامل ڪيو ويو آهي. هن باب ۾ ٻوليءَ جي صحت جي مسئلي، لهجن جي ڏار ڏار گرامر، جهيلار جو لفظي ترتيب سان لاڳاپو وغيره سمجهايو ويو آهي. ڪتاب جي شروعات ۾ ’ناشر نوٽ‘ سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي ان وقت جي چيئرمين ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهئي جو لکيل آهي. ڪتاب جو تعارف ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، تقريظ جي سري سان محمد ابراهيم جويي جو نوٽ، ٻه اکر احمد شيخ ۽ عبدالغفار شيخ ۽ منڍ جي سري سان تفصيل ليکڪ پاڻ لکيو آهي. پڪي جلد سان، ڊيمي سائيز ۾، 206 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ 2004ع ۾ ڇاپيو. هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا آهي.

**سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ** (ڪتاب): هي ڪتاب، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ’سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي تاريخ‘ بابت تحقيق تي مشتمل آهي، جنهن جا هن وقت تائين چار ڇاپا پڌرا ٿي چڪا آهن. پهريون ڇاپو 1962ع ۾ شايع ٿيو، جنهن ۾ 500 ق. م کان 1520ع، سمن جي دور تائين تاريخ شامل آهي. ڪتاب جو ٻيو ايڊيشن 1980ع ۾ شايع ٿيو، جنهن ۾ 500 ق. م کان 1690ع، ارغون، ترخان، مغليه دور تائين سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي تاريخ شامل ڪئي وئي آهي. ڪتاب جو ٽيون ايڊيشن 1990ع ۾ ڇپيو،




جنهن ۾ 500 ق. م کان 1860ع ٽالپرن جي دور تائين جو تذڪرو شامل آهي. ڪتاب جو چوٿون ڇاپو، 1999ع ۾ ڇپيو آهي، جنهن ۾ 500 ق. م کان ٽالپر دور جي خاتمي ڪانپوءِ تائين واري تاريخ شامل آهي. ڪتاب جا پهريان ٻه ڇاپا سنڌ يونيورسٽي پريس شايع ڪيا.

ڪتاب جو ٽيون ۽ چوٿون ڇاپو، پاڪستان اسٽڊي سينٽر، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري ڇپائي پڌرو ڪيو. چوٿون ڇاپو 1999ع ۾ ڇپيو، جيڪو 478 صفحن تي مشتمل آهي ۽ ان جي سادي جلد جي قيمت 200 روپيا ۽ پڪي جلد جي قيمت 225 روپيا آهي. هن ساڳئي ڪتاب جو اردو ترجمو، شذره سڪندريءَ ڪيو آهي، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشوري پاران، 2009ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. جنهن جي قيمت 300 روپيا آهي.




**سنڌي ٻولي ۽ لپيءَ جو اتهاس** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ ۽ هند جي نامور ليکڪ ۽ لسانيات جي ماهر جئرامداس دولترام جو لکيل آهي، جيڪو رکيل موراڻيءَ ترتيب ڏنو آهي. ڪتاب ۾ سنڌي ٻوليءَ متعلق مختلف عنوانن سان ارڙهن مضمون شامل آهن، جن مان ڪجهه

هيٺيان آهن: (1) سنڌي ٻوليءَ جي وڪاسي ترقي، (2) سنڌي ٻوليءَ جو اتهاس: ٻه ٽي پراڻا ورق، (3) سنڌ ۾ ديوناگري لپي: ڀنيور جي ڪنڊرن مان ڇا لڌو؟ (4) سنڌي ٻوليءَ جو اتهاس: ٻه هزار سال پراڻو اکر، (5) سنڌي ٻوليءَ جو اتهاس: ٻارهين صديءَ جا ڪي اکر، (6) چوڏهين صدي عيسويءَ جي سنڌي، (7) سنڌين جو اتهاسڪ ڏينهن، (8) سنڌي ٻوليءَ جي تسليمي، (9) پن چيني سنڌ جو اتهاس: جين ڌرم جو ڦهلاءُ (10) سنڌين جو آڳاٽو اتهاس، الهندي سوراشٽر راڄ ۾ وغيره. ڪتاب ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لڪتن متعلق چڱو خاصو معلوماتي مواد ميسر ڪيو ويو آهي، ڪتاب جي شروعات ۾ ناشر



طرفان نوٽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي چيئرپرسن ڊاڪٽر فهميده حسين جو لکيل آهي، ڪتاب ۾ جامع مقدمو شامل ڪيو ويو آهي، جيڪو رکيل مورائيءَ جو لکيل آهي. ان ڪان علاوه مرتب پاران ليکڪ بابت نوٽ به ڪتاب ۾ شامل ڪيو ويو آهي. ڊيمي سائيز جي رنگين جلد سان 130 صفحن تي مشتمل هيءَ ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽي پاران 2009ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي، ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سنڌيت (ڪتاب)**: هي ڪتاب ڊاڪٽر موتي لال جوتواڻيءَ جي مضمونن جو مجموعو آهي، جنهن ۾ سنڌيت، سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جي تاريخي ابتدا ڪان وٺي هيٺين موضوعن تي مضمون شامل آهن:



(1) تصوف جو سنيهو، (2) ٻه پهريان وڏا شاعر: قاضي قادن ۽ شاهه ڪريم، (3) پير محمد لکوي، (4) شاهه عنايت جهوڪ وارو، (5) شاهه جو رسالو: هڪ نظر، (6) شاهه لطيف جي ڪاويه (شاعري) ۽ چند ريت، (7) ايچ. ايم. گربخشاڻي، (8) سچل سرمست جي شاعري، (9) سمپورڻ ڌرم درشنيءَ جو ڪوي: سامي، (10) نوري گرنٿ ۾ ديس پرديس، (11) نوري گرنٿ، (12) نئين يگ جو نئون شاعر بيوس، (13) ورهاڱي بعد سنڌي ڪويتا، (14) اڄوڪي سنڌي ساهتيه ۾ پريوڳ.

ڊيمي سائيز جي 108 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، سنڌ ٽائيمس پبليڪيشن، الهاس نگر، اپريل 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سنڌي ثقافت ۽ شاهه لطيف (ڪتاب)**: سنڌ جي ثقافت، سدا حيات شاعر ۽ مفڪر شاهه عبداللطيف جي ڪلام تي لکيل هي ڪتاب ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر جو لکيل سنڌ يونيورسٽي ۾ پي. ايچ. ڊي لاءِ پيش ٿيل مقالو آهي. هن ڪتاب کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي: پهريون ڀاڱو ٽن بابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ثقافت جي معنيٰ ۽ مفهوم، سنڌ جي ثقافت ۽ تاريخ جو مختصر جائزو ۽ شاهه عبداللطيف جي سُرن جي تشريح جهڙا مضمون شامل آهن. هن ڪتاب جو ٻيو ڀاڱو ستن بابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ شاهه صاحب جي ڪلام ۾ سنڌ جا جاگرافيائي اهڃاڻ، شاهه جي رسالي ۾ آيل تاريخي اهڃاڻ، شاهه جي رسالي ۾ آيل داستانن جو تاريخي پسمنظر، شاهه صاحب جي ڪلام ۾ مذهبي عنصر، شاهه عبداللطيف جي ڪلام ۾ سياسي اهڃاڻ، شاهه لطيف جي ڪلام ۾ اقتصادي عنصر، شاهه صاحب جي ڪلام جي ٻولي ۽ ان جي فني پهلو تي تفصيلي بحث ڪيو ويو آهي.



470 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪزيٽ شاهه، 1991ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جو ملهه ڪچي جلد سان 100 روپيا آهي.

**سنڌي پوره برهانپور**: برهانپور، مڌياپرديش (هندستان) جو شهر، جيڪو 11- 18 عرض البلد اتر ۽ 76- 12 طول البلد اوڀر، تاپتي نديءَ جي اتر ۾ واقع آهي. 1141ھ/ 1728ع ۾ نظام الملڪ آصف جاهه اول درياهي پاسو ڇڏي ٻين طرفن ڪان هڪ فصيل (شهر پناهه) ڏياري ڇڏي. ان شهر جو نالو هڪ بزرگ برهان الدين غريب جي نالي پٺيان رکيو ويو. شيخ عيسيٰ پاٽ شهر ڇڏي تقريباً محرم 998ھ/ سيپٽمبر 1590ع ۾



مسيح الاوليا شيخ عيسيٰ سنڌي جي مزار سنڌي پوره انڊيا

برهانپورا اچي مقيم ٿيو. ان ڪانپوءِ ڪيترائي عالم ۽ صوفي سنڌ مان وڃي برهانپور ۾ شيخ عيسيٰ جي صحبت ۾ مستفيض ٿيا. بلڪ ڪجهه واپارين سندس ذات سبب برهانپور سان تجارتي رابطا قائم ڪيا، جن جي شيخ عيسيٰ پرگهور لهندو هو. اتي سنڌ مان ٻين جي اچي آباد ٿيڻ سبب ان علائقي جو نالو ئي 'سنڌي پوره' پئجي ويو. اتي نه صرف صوفي ۽ عالم وڏي تعداد ۾ وڃي آباد ٿيا بلڪ ڪاروباري طبقو به ڪافي تعداد ۾ سنڌي پوره ۾ وڃي آباد ٿيو.

شيخ عيسيٰ جو سنڌي پوره ۾ علمي ادبي ۽ راڳ جي محفلن جو ذڪر ملي ٿو. 'گلزار ابرار' جو مصنف لکي ٿو ته، "شيخ عيسيٰ لاڏجيو حسن صورت ۽ حسن سيرت سان گڏ خوش گلوئي (خوبصورت ۽ سريلي آواز) جي نعمت سان به مالامال هو. نغمه سنجيءَ نغمه نوازي سندس رات ڏينهن جو شعار هو. سنڌي ڪافيون اهڙي درد ۽ سوز ۾ پڙهندو هو، جو نه رڳو پاڻ مست ٿي ويندو هو، بلڪ ٻڌندڙ به محو ٿي ويندا هئا."

انهن محفلن سنڌي پوره ۾ اهڙو ته رنگ ڄمايو، جو نه رڳو برهانپور بلڪ آسپاس جا غير سنڌي رهاڪو به سنڌي ڪافيون ٻڌڻ لاءِ ڇڪجي ايندا هئا. سنڌي پوره ۾ ڪافيءَ جون محفلون رچائيندڙ پاٽ جو رهاڪو شيخ لاڏجيو برهانپور ۾ 1007هه/ 1598ع ۾ وفات ڪئي.

شيخ عيسيٰ جو پنهنجي وطن سان مسلسل رابطو هجڻ ڪري سنڌ مان ڪيترائي سندس حياتيءَ ۾ وقفي وقفي سان سنڌي پوره ۾ اچي آباد ٿيندا رهيا. سندس خانقاه سنڌي عالمن، صوفين، شاعرن ۽ سوداگرن جو مرڪز بڻجي چڪي هئي. سنڌي پوره ۾ شيخ عيسيٰ جي پيروي ڪندڙن ۾ شيخ طيب بن مخدوم هارون، قاضي عبدالسلام سنڌي، شيخ ابراهيم ڪلهوڙو، شيخ وهبان سنڌي، شيخ ابراهيم بن عمر سنڌي، مولانا شيخ مبارڪ سنڌي، شيخ موسيٰ بوبڪائي، شيخ ابراهيم قاري شطاري سنڌي، سيد ابراهيم بکري، حڪيم عثمان بوبڪائي، شيخ اسحاق قلندر سنڌي، شيخ صالح سنڌي، شيخ بابو ۽ ملا محب علي سنڌي شامل آهن. شيخ عيسيٰ جي خليفن ۾ نصيرالدين سنڌي، شيخ برهان الدين، شيخ محمد سنڌي، شيخ اسماعيل فرحي منتري، حضرت پير سيري، خواجه علي، شيخ صدر جهان، شيخ عبدالقدوس سنڌي، ملا عبدالعزيز لاهوري، عبدالرحيم ميلادخوان ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. سيد بلي شاه جو سلسله تصوف پڻ شطاري سلسلي ۾ حضرت مسيح الاوليا شيخ عيسيٰ سنڌيءَ سان ملي ٿو.

عبدالرحيم خان خانان پڻ انهيءَ خانقاه جو معتقد هو. سنڌي پوره جي انهيءَ خانقاه جو تعلق اڄ به پاٽ جي بزرگن سان آهي، جيئن مخدوم سليم الله صديقي پاٽائيءَ کي ڪتاب وغيره موڪليندا رهن ٿا.

**سنڌي پهاڪا: لساني ۽ سماجي، ثقافتي اڀياس (ڪتاب)**: هي ڪتاب هند-سنڌ جي نامور ليکڪ ڊاڪٽر روي پرڪاش ٽيڪچنداڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن کي ديوناگري لپيءَ مان عربي سنڌي رسم الخط ۾ نوجوان ليکڪ ڦلو مل مينگهواڙ الٿو ڪيو آهي. ڪتاب جي نظرثاني سنڌي ادب جي نامور ليکڪا ڊاڪٽر فهميده حسين ڪئي آهي. هي ڪتاب ڊاڪٽر روي پرڪاش ٽيڪچنداڻيءَ جي پي ايڇ ڊي جي ٿيسز آهي، جيڪا هن دهلي يونيورسٽيءَ ۾ جمع ڪرائي هئي. هي اصل ۾ ديوناگري لپيءَ ۾ لکيل مقالو هو، جنهن جي اهميت کي نظر ۾ رکندي سنڌ ۾ مروج عربي، سنڌي لپيءَ ۾ آندو ويو آهي. ڪتاب ۾ ڪل پنج باب آهن، جن ۾: سنڌي ٻولي، ثقافت ۽ پهاڪا، پهاڪن جي بيهڪ ۽ وصف، پهاڪن جو جنم، اوسر ۽ ورهاست، سنڌي پهاڪن جو لساناتي اڀياس، سنڌي پهاڪن جو سماجي ۽ ثقافتي اڀياس شامل آهن. ڪتاب ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا، خصوصيت، لهجاتي گڻن، ٻوليءَ جي صورتحال، ثقافتي وصفن سميت پهاڪن تي هر لحاظ کان جامع نموني لکيو ويو آهي. ان سميت هر قسم جي پهاڪن کي ڪتاب ۾ شامل ڪري، موسمن جي اثر معيار ۽ طرز کي زندگيءَ سميت ريتن، رسمن، رهڻي ڪهڻي جي نسبت سان پهاڪن جي سرجڻ جا سبب ڄاڻايا ويا آهن. ڪتاب جي مهڙ ۾ ناشر پاران نوٽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد جي چيئرپرسن ڊاڪٽر فهميده حسين جو لکيل آهي. ڪتاب ۾ 'دعا جا ٻه ٻول' جي سري سان ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي، 'شڪر گذاري' ۽ تعارف جي سري سان ڊاڪٽر روي پرڪاش ۽ مترجم پاران نوٽ ڦلومل مينگهواڙ جو لکيل آهي. ڊاڪٽر فهميده حسين پاران نظرثاني ڪرڻ سميت ولي رام ولڀ پڻ ڪتاب جي تصحيح ڪئي آهي.

ڊيمي سائيز ۾ 403 صفحن تي مشتمل، پڪي جلد سان هي ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد پاران 2010ع ۾ ڇپيل آهي، ڪتاب جي قيمت 250 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سنڌي پهاڪا ۽ محاورا (ڪتاب)**: سنڌي پهاڪن ۽ محاورن جي هيءَ وڏي لغت (ڪوش) سنتداس پنهون مل ڪشناڻي 'سنتل' جي جوڙيل آهي، جنهن جو مرتب ۽ مقدمي نگار ڊاڪٽر مرليڌر ڪشنچند جيٽلي آهي.




سنڌيءَ ۾ اڄ تائين پهاڪن ۽ محاورن جي ڇپيل ڪوشن/ لغتن ۾ هي سڀ کان وڏي لغت آهي. ليکڪ پنهون مل سالن جا سال نور نچوئي هر هڪ پهاڪي ۽ محاوري جي معنيٰ سمجهائي آهي ۽ ان کي جملي ۾ استعمال به ڪري ڏيکاريو آهي. هن ڪوش ۾ اٽڪل 12000 پهاڪا ۽ محاورا شامل آهن. هن ڪوش جي اهميت اها به آهي ته ان تي ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي جو تفصيلي مقدمو 108 صفحن تي مشتمل به شامل آهي.

ڊبل ڪرائون سائيز جي 648 صفحن تي مشتمل هي ڪوش، پ. و. ڪشناڻي ٽرسٽ پوني (ڀارت)، 1993ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 300 روپيا آهي.

**سنڌيءَ جا ٽيھہ سال (ڪتاب)**: هي ڪتاب نامور اديب ۽ لسانيات جي ماهر ڊاڪٽر پرسي گدواڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ هن 1948ع کان 1978ع تائين سنڌي زبان جي ٽيهن سالن جي صورتحال بيان ڪئي آهي. ڪتاب هيٺين موضوعن ۾ ورهايل آهي: (1) سنڌي



ٻوليءَ جي اسرڻ (1977ع-1947ع)، (2) سنڌ جي ڳوٺن ۽ شهرن جي نالن تي ٻوليائي اثر، (3) ورهاڱي جو سنڌ جي نالن تي اثر، (4) سنڌيءَ جا عرازتي لفظ، (5) سنڌي لغت جو وڪاس، (6) سنڌ تهذيبي ڪيترجي روپ ريکا، (7) ترجمو ۽ سيپتڪ مشڪلاتون.

ڪرائون سائيزجي 100 صفحن تي مشتمل ڪتاب، سنڌي ٽائمس پبلڪيشن، الهاس نگر آڪٽوبر 1979ع ۾ شايع ڪيو ۽ ان جي قيمت 6 روپيا آهي.

**سنڌيءَ جو عروض** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف سنڌ جو نامور عالم ۽ شاعر ميرزا سڪندر علي بيگ آهي. هي ڪتاب فن شاعريءَ جي سکيا تي لکيل آهي. 'ناشر طرفان' نوٽ ۾ مهتاب اڪبر راشدي لکي ٿي ته: "سنڌي شاعري جن مختلف مرحلن مان گذري موجوده دؤر جي شاعريءَ تائين پهتي آهي، انهن ۾ هڪ وڏو مرحلو عروضي شاعريءَ جو به رهيو آهي. انهيءَ شاعريءَ جي بنيادي جوڙجڪ سمجهڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته ماڻهوءَ کي علم عروض جي ڄاڻ هجي. اسان مٿيون ٻئي ڳالهيون ذهن ۾ رکي ميرزا سڪندر علي بيگ جو هي ڪتاب 'سنڌي جو عروض' اوهان جي هٿن ۾ ڏنو آهي."




ميرزا سڪندر علي بيگ تفصيلي مقدمي سان گڏ ڪتاب کي ائن بابن ۾ ورهايو آهي. باب پهرين ۾ علم عروض، شعر، وزن، قافيي، موزون ۽ ناموزون، بيت ۽ مصرعن جي تفصيلي وضاحت بيان ڪئي آهي، باب ٻئي ۾ علم عروض جي اصول ارڪان بابت، باب ٽئين ۾ بحر جي تعريف ۽ مفرد ۽ مرڪب بحرن جا نالا ۽ وزن، بحرن جا پنج دائره، باب چوٿين ۾ علم عروض جي اهم رڪن زحافن جي تفصيلي سمجهاڻي، باب پنجين ۾ شعر جي تقطيع بابت، باب ڇهين ۾ 19 ئي ابتدائي بحرن جو تفصيل ۽ انهن مان ٺهندڙ ٻيا بحر،وزن، انهن ۾ بحر هزج، رمل، رجز، ڪامل، وافر، متقارب، متدارڪ، منسرح، بسيط، مقتضب، مضارع، مجتث، طويل، مريد، سريح، خفيف ، جرير، قريب ۽ مشاڪل جي سمجهاڻي، شاعريءَ جي صنفن قصيده، غزل، مثنوي، رباعي، مستزاد، فرد، قطع، ترڪيب بند ۽ ترجيح بند، مسمط، مثلث، مربع، مخمس، مسدس، متسبع، معشر، مناجات، نعت، منقبت، مرثيه، سلام، نوحه، ندبه، واسوخت، شهر آشوب، مدح، هجو، هزل، سهرو، ريختي، معمه يا ڳجهارت، تضمين، اقتباس، عقد، تصرف، سه حرفي (ٽيهه اکري) ۽ تاريخ گوئيءَ جي تفصيلي سمجهاڻي آهي. هن باب ۾ قطعه تاريخ جي فن کي آسان ڪري سمجهايو ويو آهي. باب ائين ۾ چند اصطلاحن جي تعريف کانسواءِ علم عروض جي لفظن ۽ اصطلاحن جي فرهنگ ڏنل آهي، جنهن ۾ علم عروض ۾ استعمال ٿيندڙ انگريزي ۽ فارسي لفظ ۽ اصطلاح شامل آهن.

ان کانسواءِ ڪتاب جي ڇپجڻ واري سال تي طويل قطعه تاريخ زبر وبينات جي قاعدي موجب سنڌ جي نامور اديب ۽ محقق ميرزا عباس علي بيگ چئي آهي، جنهن جو آخري شعر مقطع هن ريت آهي:

سن زبر بينات ۾ 'عباس' هيئن چيم
'ميزان شعر روح ادب هي' ڪتاب ٿيو
1406هه

ڪتاب جي آخر ۾ ببليوگرافيءَ کانپوءِ پل نامو پڻ ڏنل آهي. ڊيمي سائيز ۾ 308 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري طرفان 1986ع ۾ شايع ٿيو، جنهن جي قيمت 45 روپيا آهي.

**سنڌي درسي ڪتاب:** غير مادري زبان وارن/ غير سنڌي آفيسرن/ ملازمن لاءِ سنڌي سکيا جو هيءُ ڪتاب سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي نصاب ۽ منظوريءَ مطابق پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا جو تيار ڪيل آهي. هن ڪتاب جي مطالعي مان نه صرف مذڪوره آفيسر/ ملازم سنڌي ٻولي چڱي ريت لکڻ ۽ پڙهڻ جي قابل ٿين ٿا، پر دفترن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي استعمال کي يقيني بنائڻ ۾ مدد پڻ ملي ٿي.




ڪتاب ۾ سنڌي ٻولي سکندڙن کي هن زبان جي گرامر جا اصول ۽ انهن اصولن موجب سنڌي زبان جي جملن جي جوڙجڪ پڻ پاڻمرادو سکڻ لاءِ رهنمائي ڪيل آهي. .




ڪتاب جي پهرئين پاڱي جو پهريون ڇاپو ڊيمي سائيز ۽ رنگين ٽائيٽل جي 95 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 50 روپيا آهي، جڏهن ته ٻيو پاڱو 'استادن لاءِ هدايتون' آهي، جنهن جو پهريون ڇاپو، ڊبل ڪرائون سائيز ۽ رنگين ٽائيٽل جي 224 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 80 روپيا آهي.

هن درسي ڪتاب جا هي ٻئي پاڱا سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ طرفان آڪٽوبر 2000ع ۾ ڇپجي پڌرا ٿيا.

**سنڌي ڊراما** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌي ڊرامه نويسيءَ جي تاريخ، ارتقا، نظرئي ۽ فن بابت پروفيسر مير محمد نظاماڻيءَ جو سرجيل آهي.




هن ڪتاب جو ليکڪ مير محمد نظاماڻي سنڌ يونيورسٽي (حيدرآباد) جو اسسٽنٽ ڪنٽرولر اگزئمينشن هو ۽ هي ڪتاب هن المنار پبليڪيشن لطيف آباد، حيدرآباد پاران شايع ڪيو.

ڪرائون سائيز جي 107 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت ٻه روپيا هئي ۽ ان جي ڇپيندڙ پريس محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي اسلاميه پرنٽنگ پريس حيدرآباد هئي.

هي ڪتاب پنجن بابن تي مشتمل آهي، پهرئين باب ۾ ڊرامي ۽ ان جي اصليت تي بحث ڪيو ويو آهي. ٻئي باب ۾ مغربي ڊراما ڏنا ويا آهن. ٽئين باب ۾ ڊرامن جي ترتيب، چوٿين باب ۾ ٿيئٽر ۽ پنجين باب ۾ سنڌي ڊرامي جي مختصر تاريخ ڏني وئي آهي.

**سنڌي ڊراما پبليڪيشن**: چنا شبير ناز سنڌي ڊراما پبليڪيشن جو بنياد 1964ع ۾ وڌو. هن پبليڪيشن پاران ناز صاحب جا ٽي ڊراما ’سجا سيج پلنگ‘، ’دريا خان‘ ويئي رات وهامي ۽ ’دلين ديپ جلايا‘ ڪان سواءِ ’فراق جي وادي‘ شايع ٿيا.

**سنڌي ڊرامي جي تاريخ (مختصر تحقيقي جائزو)** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب نوجوان اديب آفتاب حسين ڪوهاري جو ايم. اي جو مونوگراف آهي، جنهن ۾ هن سنڌي ڊرامي جو مختصر تحقيقي جائزو ورتو آهي. هيءُ ڪتاب ڇئن بابن تي مشتمل آهي، جنهن جي پهرين باب ۾ ڊرامي جي وصف، ڊرامي جا فني جزا، ڊرامي جا قسم، باب ٻئي ۾ سنڌي ڊرامي جي ارتقائي تاريخ، باب ٽئين ۾ سنڌ جي ناٽڪ منڊلين تي پيش ڪيل سنڌي ڊرامي جو مختصر جائزو ۽ باب چوٿين ۾ 1947ع کان پوءِ سنڌي ڊرامي جو مختصر جائزو شامل آهن.

ڪتاب جو مهاڳ ڊاڪٽر نور افروز خواجه لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌي ڊرامي جو سراسري جائزو ورتو ويو آهي. هيءُ ڪتاب سنڌي ڊرامي جي تاريخ جي حوالي ڪافي اهم ڪتاب آهي.

95 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب کي آفتاب ادب پبليڪيشن ڪوٽڙي 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو جنهن جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سنڌي ڊرامي جي مختصر تاريخ**: هي نوجوان محقق مختيار احمد ملاح جو تحقيقي ڪتاب، ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ، 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب کي ٻارهن بابن ۾ ورهايو ويو آهي. باب پهريون: ڊرامو: ڊرامو ۽ ٿيٽر، ڊرامو ۽ تماشائي، ڊراما نگار جون خوبيون، ذميواريون، ڊرامي جا خاص جزا، باب ٻيو: ڊرامي جي شروعات: يوناني ڊراما، يوناني سنسڪرت انگريزي ڊراما، باب ٽيون: ڊرامي جا قسم: الميا ڊرامو ٽريجڊي ڊرامو تربيه ڊرامو مزاحيه ڊرامو الميي ۽ مزاحيي ڊرامي ۾ فرق، ميلو ڊراما، سنگيت ڊراما، ايڪانيڪي (One act play) ۽ ايبسٽرڪٽ ڊراما، باب چوٿون: سنڌي ڊرامي جو قديم دؤر، پسمنظر سانگ، پڳت، رام ليلا ۽ ڪرشن ليلا ۽ مناظرا، باب پنجون: سنڌ ۾ جديد ڊرامي نويسيءَ جي اوسر انگريز دؤر ۾ سنڌي ڊرامو ڊرامي جو سماجي ڪارج، ڊرامي جون خوبيون، ڊرامئٽڪ سوسائٽين جو سنڌي




ڊرامي جي ترقيءَ ۾ حصو سنڌي اسٽيج ڊرامي تي انگريزي ڊرامي جو اثر وليم شيڪسپيئر ۽ سنڌي ڊراما، انگريزن جي دؤر ۾ سنڌي ريڊيو ڊراما ۽ سنڌي فلم، باب ڇهون: انگريز دؤر جا مشهور سنڌي ڊراما نگار، جن ۾ مرزا قليچ بيگ، ڪوڙي مل چندن مل، آغا غلام نبي صوفي، پيرو مل مهرچند، لالچند امر ڏنيمل، جيٺمل، ڪشنچند بيوس، خانچند درياڻي، ڪشنچند عزيز، عثمان علي انصاري، رام پنجواڻي، منگهارام ملڪاڻي ۽ ٻين جو ذڪر ڪيو ويو آهي، باب ستون: آزاديءَ کانپوءِ سنڌي ڊراما، هن باب ۾ رسالن ۽ ڪتابن ۾ شايع ٿيل ڊرامن، اسٽيج ڊرامن، ريڊيو ۽ ٽي. وي ڊرامن جو تفصيل ڏنو ويو آهي. باب اٺون: آزاديءَ کانپوءِ جا مشهور ڊراما نگار، هن باب ۾ لطف الله بدوي، عثمان ڏيپلائي، اسماعيل عرساڻي، منظور نقوي، شمشير الحيدري، سراج، آغا سليم، امر جليل، قمر شهباز، ممتاز مرزا، علي بابا، عبدالڪريم بلوچ، امداد حسيني، ماهتاب محبوب، قاضي خادم، عبدالقادر جوڻيجي، نورالهديٰ شاهه، شوڪت شوري، بادل سنڌي، اياز عالم ابڙي ڪان وٺي زيب سنڌيءَ ۽ ٻين جو ذڪر ڪيو ويو آهي. نائين باب ۾ آزاديءَ کان پوءِ سنڌي فلم، ڏهين باب ۾ آزاديءَ کانپوءِ هندستان ۾ سنڌي ڊراما، ٻارهين باب ۾ هندستان ۾ سنڌي ڊراما نگارن جو تفصيلي ذڪر ڪيو ويو آهي.

ڊيمي سائيز جي 360 صفحن تي مشتمل پڪي جلد واري هن ڪتاب جي قيمت 450 روپيا آهي.

**سنڌي ڊرئميٽڪ سوسائٽي**: هي ڊرئميٽڪ سوسائٽي، سنڌي ثقافت توڙي سنگيت جي ڄاتل سڃاتل شخصيت عنايت الله عباسيءَ جي سرپرستيءَ هيٺ 1968ع ۾ قائم ٿي. هن سوسائٽيءَ پنهنجن ناٽڪن جي پيشڪش کي موسيقيءَ سان سينگاري تمام گهڻو مقبول ۽ ڪامياب بڻايو هن سوسائٽيءَ جو مکيه ليکڪ ۽ هدايتڪار عنايت الله عباسي هو جنهن جو مشهور مزاحيه ناٽڪ ’هوشيار ٺڳ‘ انوکو ناٽڪ هو جيڪو تمام گهڻو ڪامياب ويو. هن ڊرامي ۾ نجمه شاهين، پرويز اختر، عنايت الله عباسي، غلام علي ۽ نذير ميمڻ اهم اداڪار هئا.

**سنڌي ڏڻ** (ڪتاب): هي مختصر ڪتابڙو سنڌي ٻوليءَ جي مشهور اديب ۽ ماهر لسانيات مهاراج/پنڊت ڪشنچند ٽوپلاڻي جيٽلي جو لکيل آهي، جنهن ۾ هن سنڌي ڏڻ وار: چيٽي چنڊ (سنڌيت جو ڏينهن)، چيٽ جا نوراتا، رام نومي، ويساک مهيني جا سنان، اکڻ ٽيج، چٽر چوڏس، ويساک پورڻما، چيٽ اماس، چاليهو، گوگو (ناڳ پنچمي)، ننڍڙي ٿڌڙي، راکي ٻنڌڻ، ٽيجڙي، وڏي ٿڌڙي، ڪرشن جنم اشٽمي، لال جو چاليهو پتر پوڄا، مها لڪشميءَ جا سڳڙا، منگهن جا ڪير، اسوءَ جو چنڊ، نوراتا، دسهڙو، شرد پونم، ٻج ٻارس، ڏياري، ڪتيءَ جي پونم، لال لوئي، اتراڻ- تر موري، بسنت پنچمي، مها شوراتڙي، هولي، رنگ پنچمي، گرهڻ وغيره بيان ڪيا آهن. هي ڊيمي سائيزجي 30 صفحن تي مشتمل ڪتابڙو، انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، آديپور، 2000 ڪاپيون ڇپائي 1994ع ۾ پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 6 روپيا آهي.







**سنڌي راڳ ۽ تال** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب، معروف شاعر ۽ موسيقيءَ جي ماهر سيد منظور نقويءَ جي تصنيف آهي. هي ڪتاب 14 عنوانن ۾ ورهايل آهي، جن ۾: (1) الحان، (2) سنڌي راڳ جي تاريخ، (3) راڳ جو سنڌي ادب تي اثر، (4) آواز، (5) سُر، (6) راڳ، (7) ناٽ (ڏھ ناٽ)، (8) سنڌي گائڪي، (9) سنڌي راڳ، (10) پوربي ناٽ مان نڪتل راڳ، (11) مالوي، (12) راڳ ماليگورا، (13) سنڌي تال، (14) سنڌي ساز. ڪتاب جي تقريظ ۾ شامل آهن. سيد منظور نقويءَ ڄاڻايو آهي ته، ”سنڌ جا راڳ، ساز ۽ ڳائڻ جا انداز، قديم زماني کان مشهور آهن، ايستائين جو قديم زماني جي نائڪن ۽ گائڪن به سنڌي راڳن کي قدم قدم تي پئي تسليم ڪيو آهي، نه فقط ايترو بلڪ اهي سنڌي راڳ، قديم هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڳايا پئي ويا.“




ڊيمي سائيزجي 88 صفحن تي مشتمل هي مختصر ڪتاب، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شوري، اپريل 1981ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو، جنهن جي قيمت 16 روپيا آهي.

**سنڌي ريتون رسمون ۽ رواج** (ڪتاب): هي سنڌي ريتن، رسمن ۽ رواجن بابت ڪتاب نامور ليکڪا پوپٽي هيرانندڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن جا عنوان ڪجھ هن ريت آهن: (1) سنڌي رواجن جو پسمنظر، (2) ڪاهن جو سنڌي رواجن تي اثر، (3) سنڌ ۾ واپار ۽ رواج، (4) جهوليلال جي پوڄا جو رواج، (5) واپاري آسودگي ۽ دان، (5) ورهاڱي بعد رواجن ۾ آيل تبديليون، ۽ (7) ڌرمي ريتون رسمون. ڊيمي سائيزجي 52 صفحن تي مشتمل هي ننڍڙو ڪتاب ’انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، آديپور‘ 1998ع ۾ ڇپرايو آهي ۽ ان جي قيمت 20 روپيا آهي.



**سنڌي زبان سوسائٽي**: پاڪستان جي پهرئين مارشل لا ايڊمنسٽريٽر جنرل محمد ايوب خان، ملڪ ۾ نام نهاد سڌارن آڻڻ لاءِ ڪيترين ڪميشنون قائم ڪيون هيون، جن مان هڪ ڪميشن ’ڪميشن آن نيشنل ايجوڪيشن‘ به هئي، جنهن کي عام طور ’شريف ڪميشن‘ سڏيو ويندو هو. شريف ڪميشن، ’مغربي پاڪستان‘ (ون يونٽ هئڻ ڪري صوبن جي وجود ۽ تشخص ختم ڪيو ويو هو) جي سنڌ ۽ سرحدي علائقن ۾، اُردو زبان کي ابتدائي ٽئين درجي کان لازمي ڄاڻائيندي، حيدرآباد ۽ خيرپور ڊويزنن ۾ ڇهين درجي کان اردوءَ کي تعليم جو واحد ذريعو ٺهرايو. جنهن موجب انگريزن جي دؤر کان سنڌ ۾ پرائمريءَ کان وٺي يونيورسٽيءَ تائين ذريعه تعليم رهندڙ سنڌي زبان فقط پنجين درجي پرائمريءَ تائين محدود ٿي وڃڻي هئي. ان زيادتيءَ خلاف، حيدرآباد سنڌ جا نامور عالم، اديب، شاعر، دانشور ۽ استاد آواز ۽ احتجاج بلند ڪرڻ لاءِ 12 فيبروري 1960ع تي، اورينٽيئل ڪاليج حيدرآباد سنڌ جي پرنسپال مخدوم امير احمد صاحب وٽ گڏ ٿيا ۽ گڏيل مشاورت سان سندس صدارت هيٺ ’سنڌي زبان سوسائٽيءَ‘ جو قيام عمل ۾ آندو ويو. سوسائٽيءَ جو صدر مخدوم امير احمد کي مقرر ڪيو ويو، جڏهن ته ان جو اعزازي سيڪريٽري مقبول احمد پٺي ٿيو. ’سنڌي زبان سوسائٽيءَ‘ شريف ڪميشن جي رپورٽ ۾ ’ذريعه تعليم‘ (مادري زبانن بجاءِ اردوءَ کي بنائڻ) بابت رٿ/فيصلي تي سخت ڳڻتي ۽ ناپسنديدگيءَ جو اظهار ڪندي، هڪ ٺهراءُ پاس ڪيو. جنهن جو مڪمل متن هن ريت آهي:

”حيدرآباد شهر جي عالمن، اديبن ۽ معزز شهرين جو هي اجلاس، ’تعليمي ڪميشن‘ جي ’قومي تعليم‘ بنسبت ظاهر ڪيل سفارشن ۾، صفحي 290 تي آيل، انهيءَ تجويز تي تشويش جو اظهار ٿو ڪري، جنهن مطابق اولهه پاڪستان صوبي جي، سنڌ ۽ سرحدي علائقن ۾، اردو زبان کي ابتدائي ٽئين درجي کان لازمي ڄاڻائيندي، حيدرآباد ۽ خيرپور ڊويزنن ۾ ڇهين درجي کان اردوءَ کي تعليم جو واحد ذريعو ٺهرايو ويو آهي.“

”هن اجلاس جو خيال آهي ته جيڪڏهن پاڪستان جي مختلف علائقائي زبانن، ادب ۽ تعليمي ادارن کي زنده رکڻو آهي ته پوءِ انهن کي آزاديءَ سان وڌڻ ۽ ويجهڻ جا موقعا ڏيڻ گهرجن. لساني، تعليمي

توڙي نفسياتي لحاظ کان ڪنهن به نسل جي صحتمند تعليم ۽ تربيت صرف اهڙيءَ صورت ۾ ٿي ممڪن ٿي سگهي ٿي، جڏهن اُن جي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جو ذريعو سندس ’مادري زبان‘ کي ٺهرايو وڃي.“

”هي اجلاس حڪومت پاڪستان کي زوردار گذارش ٿو ڪري ته سنڌي زبان، پاڪستان جي هڪ تمام قديم، ترقي يافته، شاهوڪار، تاريخي، علمي ۽ ادبي زبان آهي، جنهن کي پاڪستان جي هڪ اهم حصي جي مادري زبان هئڻ جو شرف پڻ حاصل آهي، جيڪا گذريل ڏيڍ صديءَ کان سنڌ صوبي جي سڀني درسگاهن ۾ تعليم جو ذريعو رهندي آئي آهي ۽ جيڪا پاڪستان جي هڪ وڏي علائقي جي معاشي ۽ معاشرتي، ذهني ۽ فڪري ترقيءَ جو ذريعو بنيل آهي، تنهن جي موجوده حيثيت کي نظرانداز ڪرڻ پاڪستان جي باشندن جي هڪ وڏي اڪثريت کي سندس ذهني پرورش جي حقيقي ذريعي کان محروم ڪرڻ جي برابر ٿيندو ۽ اها ڳالهه سڄي طرح ملڪ جي اجتماعي توڙي انفرادي، علمي توڙي ادبي، تعليمي توڙي تهذيبي ترقيءَ تي اثرانداز ٿي سگهي ٿي. تنهنڪري ضروري آهي ته سنڌي زبان کي سنڌ صوبي جي سڀني مڊل ۽ سيڪنڊري هاءِ اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ ذريعه تعليم جي حيثيت سان بدستور بحال ۽ برقرار رکيو وڃي.“

’سنڌي زبان سوسائٽي‘ ٺهراءَ سان گڏ مرڪزي سرڪار کي هڪ يادداشت نامو (Memorandum) پيش ڪرڻ، سنڌي ادبي سنگت سنڌ جي سهڪار سان سڄي سنڌ مان عوام کان صحيحون وٺي، صدر پاڪستان کي موڪلڻ ۽ هڪ پوسٽ ڪارڊ تيار ڪرائي، سنڌي عوام کان پرائي، عوامي راءِ جو اظهار صدر پاڪستان کي موڪلڻ جا به فيصلا ڪيا ته جيئن ’شريف ڪميشن‘ جي مادري زبانن خلاف ڏنل غير جمهوري فيصلي کي رد ڪرائي سگهجي. سنڌ جي مشهور روزاني اخبارن: ’عبرت‘ (حيدرآباد)، ’مهراڻ‘ (ڪراچي)، ’نواءِ سنڌ‘ (ڪراچي)، ’هلال پاڪستان‘ (حيدرآباد)، سان گڏ هفتيوار اخبارن: ’الهلال‘ (ٽنڊو الهيار)، ’مجاهد‘ (جيڪب آباد)، ’ڏيڍورو‘ (خيرپورميرس)، ’انسان‘ (حيدرآباد)، ’الحيدر‘ (ٽنو)، ’آزاد‘ (ڪراچي)، ’خادم وطن‘ (ميرپورخاص)، ’همدرد‘ (ميرپورخاص)، ’پنجتني‘ (حيدرآباد)، ’مظلوم‘ (نوابشاهه) ۾ ٻين زوردار ۽ مدلل ايڊيٽوريل لکي، سنڌي زبان سوسائٽيءَ جي ٺهراءَ جي حمايت ڪئي.

سنڌي زبان سوسائٽيءَ هڪ يادداشتنامو (Memorandum) تيار ڪرايو، جنهن جو اوائلي ڊرافٽ پروفيسر علي نواز ٺاهيو. جنهن کي ٻين عالمن ۽ قانوندانن نظرمان ڪڍي مڪمل ڪيو. اهو ڊرافٽ پهرين اڳوڻي مرڪزي وزير ذوالفقار علي ڀٽي کي پيش ڪيو ويو ته جيئن جنرل محمد ايوب خان تائين پهچائي. ان ڏس ۾ سوسائٽيءَ جو هڪ وفد مخدوم اميراحمد (صدر) جي اڳواڻيءَ ۾ مرڪزي وزير تعليم حبيب الرحمان سان حيدرآباد ۾، ريلوي اسٽيشن تي، سندس سئلون ۾ وڃي مليو. وفد ۾ ٻيا ميمبر محمد ميمڻ وڪيل (حيدرآباد)، سيد سردار علي شاهه ’ذاڪر‘ (ايڊيٽر روزانه ’مهراڻ‘ ڪراچي)، مولانا غلام محمد گرامي (ايڊيٽر ٽماهي ’مهراڻ‘، سنڌي ادبي بورڊ)، حفيظ قريشي (وڪيل) حيدرآباد ۽ خواجه غلام علي الانا (ليڪچرر سنڌي شعبو سنڌ يونيورسٽي ۽ سيڪريٽري سنڌي زبان سوسائٽي) هئا. (مقبول ڀٽيءَ جي چئڻ مهينن بعد استعيفا سبب غلام علي الانا باقاعدي سوسائٽيءَ جو سيڪريٽري بنايو ويو هو) وفد وزير تعليم کي سنڌي ٻوليءَ جي قدامت، اهميت ۽ ذريعه تعليم واري حيثيت کان آگاهه ڪيو ۽ صدر لاءِ تيار ڪيل ميمورنڊم پڻ پيش ڪيو.

سنڌي ادبي سنگت جي قيادت ۾ مختلف شاخن سنڌي زبان سوسائٽي جي ٺهراءَ جي تائيد ۾ زبردست مهم هلائي، گڏوگڏ ڪاغذن جي ڇُٽڪين تي عوام کان صحيحون ورتيون، هڪ اسڪرول ٺهرايو هو جيڪو اڄ به انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجيءَ ۾ محفوظ آهي. اهڙي ريت سنڌي ادبي سنگت، اخبارن، رسالن، قومي اسيمبليءَ جي سنڌي ميمبرن، سماجي اڳواڻن، استادن جي تنظيمن، سنڌي ذريعه تعليم واري مسئلي تي سنڌي زبان سوسائٽيءَ سان همراهي ٿي، مختلف محاذن تان سخت احتجاج ڪيا ۽ ٺهراءَ بحال ڪيا. اهڙي طرح سنڌي زبان سوسائٽيءَ، غلام علي الانا جي سربراهي ۾ پوسٽ ڪارڊ مهم پڻ هلائي. پوسٽ ڪارڊ جو متن شمشير الحيدريءَ ۽ محمد علي ڏيپلائيءَ تيار ڪيو، جنهن کي محمد عثمان ڏيپلائي ”اسلاميه پرنٽنگ پريس“ مان ڇپايو، حيدرآباد ۽ آسپاس جي ڳوٺن ۾ عبدالغفار انصاريءَ جي جيپ ۾، الانا صاحب جي اڳواڻيءَ ۾ اسد الله قاضي، الله بخش سومري، عبدالستار ميمڻ، محمد علي ڏيپلائيءَ تي مشتمل ٽيم ڪارڊ ورهايا ۽ شهر ۾ جمال رند ۽ ٻين ڪارڪنن پوسٽ ڪارڊ ورهائڻ جو ڪم ڪيو.

سنڌي ادبي سنگت سنڌ، 23 سيپٽمبر 1962ع تي سالياني ڪنوينشن ۾ هڪ زوردار ٺهراءَ پاس ڪيو.

”سنڌي ادبي سنگت“ هن ڳالهه تي سخت مذمت جو اظهار ٿي ڪري ته حڪومت جي قومي تعليمي ڪميشن جي رپورٽ، پنهنجين سمورين خامين سان سنڌي زبان کي ذريعه تعليم طور محدود ۽ نظر انداز ڪري ڇڏڻ سان گڏ، ملڪ جي سنڌي ڳالهائيندڙ عوام کي سندن بنيادي حقن کان محروم ڪري ڇڏيو آهي. ڪميشن جي رپورٽ، جديد دور ۾، عالمي طور تسليم ٿيل بنيادي انساني قدرن جي بلڪل اُبتڙ آهي ۽ اها يونيسڪو جي طئي ڪيل فيصلن جي سراسر خلاف آهي.“

”ڪميشن جون سفارشون اسي لک سنڌي ڳالهائيندڙ عوام جي تعليمي سرگرمين کي مڪمل طرح تباهه ڪري ڇڏينديون، جنهن جي نتيجي ۾ ملڪ جي هن حصي جا ماڻهو هر ڪنهن ميدان ۾ پوئتي رهجي ويندا.“

”هن علائقي جي هر طبقي جا ماڻهو، اخبارن ۽ ٻين سمورن ذريعن سان، ڪميشن جي رپورٽ رد ڪري، ان جي خلاف اڳي ئي زوردار احتجاج بلند ڪري چڪا آهن. انهيءَ احتجاج کي هڪ ڀيرو وري به دهرائيندي اسين مطالبو ٿا ڪريون ته هن وقت جڏهن حڪومت تعليمي ڪميشن جي رپورٽ تي نظرثاني ڪرڻ تي آماده ٿي رهي آهي، تڏهن

ملڪ جي بهتريءَ ۽ ترقي خاطر نهايت ضروري آهي ته حڪومت 'مادري زبان' ذريعي تعليم ڏيڻ جوا صول اختيار ڪري."

"اسين ان ڪري تقاضا تا ڪريون ته هڪ نئين تعليمي ڪميشن مقرر ڪئي وڃي، جنهن ۾ ملڪ جي سمورين علائقائي زبانن جي تعليمي ماهرن جي نمائندگي موجود ڪئي وڃي ته جيئن ملڪ لاءِ ڪو بهترين ۽ مثالي تعليمي نظام وجود ۾ آڻي سگهجي."

نيٺ سنڌي زبان سوسائٽي، سنڌي ادبي سنگت ۽ عوامي آواز آڏو حڪومت پاڪستان گوڏا جهڪايا ۽ 13 آڪٽوبر 1962ع تي مرڪزي حڪومت هڪ آرڊيننس ذريعي سنڌي زبان کي انٽر تائين ذريعہ تعليم طور قبول ڪيو. ان ڪانپوءِ حيدرآباد شهر ۾ سنڌ جي مختلف ادبي ۽ اشاعتي انجمنن، سنڌ يونيورسٽي ۽ مقامي ڪاليجن جي استادن تي مشتمل هڪ 'ائڪشن ڪميٽي' ناهي وئي، جنهن 9 نومبر 1962ع تي سڄي سنڌ ۾ 'يوم سنڌي زبان' جو اعلان ڪيو. ان ڏينهن سڄي سنڌ ۾ جوش خروش سان 'يوم سنڌي زبان' ملهايو ويو، جلوس جلسا ڪديا ويا، سمورين اخبارن 'يوم سنڌي زبان' بابت ايڊيٽوريل لکيا.

**سنڌي ساهت جا سورما** (ڪتاب): هي ڪتاب، ليکڪ ميول آهوجا جي ادبي ليکن جو مجموعو آهي. ڪتاب جو مهاڳ برک ليکڪ، ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار گوبند مالهيءَ لکيو آهي. ڪتاب ۾ ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻي، ڪيرت ٻاٻاڻي، پريو وفا، پوپٽي هيراننداڻي، ڊاڪٽر موتيلال جوتواڻي، ڄيني لالواڻي، ڀڳوان نردوش، واسديو موهي ۽ هولا رام هنس، جي ادبي خدمتن تي روشني وڌل آهي. 'ليکڪ جي قلم مان' عنوان هيٺ ميول آهوجا ڄاڻايو آهي ته هن ڪتاب ۾ مون انهن اديبن ۽ شاعرن کي شامل ڪيو آهي، جن جي ادبي يوگدان (Contribution) سنڌي قوم جي ادب کي مالا مال ڪيو آهي ۽ اهي ڀهڳٽي (گهڻ رخي) شخصيت جا مالڪ آهن ۽ ڪين هند- سنڌ ۾ مڃتا مليل آهي. گوبند مالهيءَ، مهاڳ ۾ ميول آهوجا جي سنڌي ٻولي، ادب ۽ تهذيب جي بچاءَ ۽ ڦهلاءَ جي تحريڪ سان ورهين جي ساٿ جو تفصيل ڏيندي، سندس تعليمي ميدان ۾ هڪ استاد ڪان پرنسپال تائين خدمتن، سندس لکيل ڪتابن ۽ هن ڪتاب جي اهميت تي روشني وڌي آهي. ڪرائون سائيز جي 210 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، آهوجا پبليڪيشن، احمد آباد جي ڪرشن آهوجا، 1993ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي جنهن جي قيمت 45 روپيا آهي.

**سنڌي ساهت سميلن**: شڪارپور ۾ 15 اپريل 1933ع تي هڪ شاندار ڪانفرنس ٿي، جنهن جي صدارت ڇيتمل پرسرام گلراجاڻيءَ ڪئي. سنڌءِ موجب هن ڪانفرنس جي صدارت ناميارا اديب ۽ محقق ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ کي ڪرڻي هئي، پر هو طبيعت جي ناچاڪيءَ جي ڪري شريڪ نه ٿي سگهيو هن ڪانفرنس جو سيڪريٽري 'سنڌو' رسالي جو ايڊيٽر ٻولچند وسومل راجپال هو. هن ڪانفرنس ڪوٺائڻ جو مقصد سنڌ جي سڀني ذات ڏٿين کي هڪ هنڌ گڏ ڪري ٻولي ۽ ادب جي واڌ ويجهه لاءِ ڪا گڏيل حڪمت عملي طئي ڪرڻ هو. 'سنڌي ساهت سميلن' ۾ آيل اڪابرن کي آجياڻو ڏيندي ٻولچند راجپال ڏاڍيون اهم ڳالهيون ڪيون. سندس چوڻ هو ته: "اڄوڪو ڏينهن منهنجي شخصي زندگيءَ جو بلڪل سڀاڳو ڏينهن آهي، ڪيترين نه دل کي خوشي ٿي اٿم، جو شاگردي اوستا کان وٺي جنهن حياتيءَ جي ڪم جو تصور ڪندو رهيو آهيان، تنهن جي ههڙي شانائتي شروعات اکيين ڏسي رهيو آهيان. آشا اٿم ته جنهن ڪاميابيءَ سان شروعات ٿي آهي، تنهن کان وڌيڪ ڪاميابي هن ڏس ۾ ٿيندي رهندي." پنهنجي تقرير ۾ ٻولچند راجپال 'سنڌي ساهت سڀا' برپا ڪرڻ، ان جي مرڪزي آفيس ۽ ضلعي آفيسون قائم ڪرڻ، انهن جي ڪم ڪار لاءِ قانوني سرشتو تيار ڪرڻ، ساهتيہ منڊل برپا ڪرڻ، انعامن جو سلسلو شروع ڪرڻ سميت مختلف تجويزون رکيون. ڪانفرنس ۾ ٺهراءُ پاس ڪندي 'سنڌي ساهت (ادبي) سڀا' جو بنياد رکيو ويو، جنهن ۾ سميلن جي صدارت ڪندڙ ڇيتمل پرسرام گلراجاڻيءَ کي صدر، آغا صوفيءَ کي نائب صدر، جڏهن ته پروفيسر ڦيرواڻيءَ کي خزانچي مقرر ڪندي چيو ويو ته اهي سڄو سال ان حيثيت ۾ ڪم ڪندا. سڀا جي ڪم ڪار لاءِ ڪاروباري ڪميٽي پڻ جوڙي وئي، جنهن ۾ صدر، سيڪريٽري، نائب صدر سان گڏ لعل چند امرڏنو مل، ڊاڪٽر گربخشاڻي، محمد صديق ميمڻ، عبدالخالق، پيرومل مهرچند، ڪشنچند بيوس، هاسارام پمناڻي، ساڌو واسواڻي، پروفيسر شيوارام ڦيرواڻي، پرنسپال بناڻي، ڊاڪٽر دائودپوٽي، ڪرم چند هنگوراڻي، هريسندر، پروفيسر تاراچند گاجرا، غلام علي نانا، امر لعل هنگوراڻي، منوهر داس، ڏيارام ميرچنداڻي، نانڪرام ميرچنداڻي، جهامنداس پاٽيا، علي محمد عباسي، آسانند مامتورا، محمد حنيف صديقي، پوهو مل بجلاڻي، هيرانند، خوشيرام، واڌو مل گوڪلاڻي، ٺاڪرداس ناگراڻي، مرزا نادر بيگ، منوچهر بيگ، مرزا غلام مصطفيٰ، خانصاحب گل حسن خان، ويرو مل، پروفيسر اجواڻي، عبدالرزاق ميمڻ، ايسرداس رائسنگهاڻي، آسودي مل پريا، مورند مل منياڻي، لوڪو مل نارو شاهه، پرنسپال ڪاليج شڪارپور، پرنسپال ڪاليج حيدرآباد، هيرانند سڪر، علي محمد راشدي، شيوارام لالا، پرمانند ميوارام، نارائڻداس، ملڪاڻي، خانچند درياڻي، منگهارام ملڪاڻي، ليڪراج ڪشنچند، چاندو مل ڪتري، محمد صالح پٽي، محمد صديق مسافر، خان بهادر واحد بخش خان، عبدالستار پيرزادي، ڪوڏو سنگهه، پيرالاهي بخش، روچيرام سڏاڻي، علي محمد قادري، ٽيڪم داس گاجرا، چيڪلارام آڏواڻي، ڌرمداس سڪر، دين محمد وفائي، گوبندرام نٿاڻي، تيرٿ داس سپاڻي، خانصاحب حسام الدين، ماسٽر سهجرام، دمينتي ديوي، رامچند عثماني علي انصاري، هزاري مل، لڌارام، فتح چند مينگهراج،

تاراچند ڪيسواڻي، جهوڙو مل ميِنگهراج، نرملداس گربخشاڻي ۽ آتمارام ڪرپالاڻيءَ کي ميمبر مقرر ڪيو ويو. ان ڪانسواءِ 20 سالن لاءِ ميمبرن تي مشتمل هڪ خاص ڪاروباري ڪميٽي بہ ٺاهي وئي، جنهن جي ذميوارين ۾ ڪانفرنس جا ٺهراءَ عمل ۾ آڻڻ ۽ ساهت جو پيو ڪم ڪرڻ شامل هو. انهن ميمبرن ۾ صدر، نائب صدر، سيڪريٽري، جوائنٽ سيڪريٽري، ڪشنچند بيوس، پروفيسر شيوارام ڦيرواڻي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، هريسندر، محمد صديق ميمڻ، شيوارام لالا، محمد حنيف صديقي تاراچند گاجرا، ٻتاڻي، ناڪرداس ناگراڻي، پرنسپال شڪارپور ڪاليج، مرزا غلام مصطفىٰ، واڌو مل گوڪلاڻي، ڪرمچند هنگوراڻي، پوهو مل بجلاڻي ۽ لعل چند امرڏنو مل شامل هئا. هن ڪانفرنس ۾ 8 ٺهراءُ پاس ڪيا ويا، جن ۾ مئٽرڪ کان انٽر ۽ ايم.اي تائين سنڌي پڙهائڻ، انگريزي وانگر درسي ڪتابن ۾ نثر ۽ نظم جا الڳ الڳ ڪتاب رکڻ، مسٽر جيٺمل، لالچند جڳتياڻي، آغا صوفي ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي تي مشتمل ڪميٽي ناهي صورتخطي جون غلطيون دور ڪرڻ، شاهہ سائين جي رسالي ۾ موجود فارسي ۽ عربي لفظ درسي ڪتابن ۾ شامل ڪرڻ، سنڌي ۾ ڇپيل ڪتابن جي فهرست ٺاهڻ، سنڌي ٻولي سيکارڻ جا اسڪول ۽ ڪاليج قائم ڪرڻ، سنڌي ٻولي ۾ ناٽڪ ڪرڻ ۽ اتان ٿيندڙ بچت مان ڪجهہ حصو سنڌي ڪتابن تي خرچ ڪرڻ وغيره شامل آهن. ڪانفرنس جي ٻئي ڏينهن خاص ڪاروباري ڪميٽي جو اجلاس ٿيو جنهن ۾ 9 ميمبر شريڪ ٿيا. ان اجلاس ۾ ميمبرشپ لاءِ داخلا فارم ۽ رسيد بُڪ ڇپرائڻ، جدا جدا ماڻهن تي جدا جدا شهرن ۾ ميمبرشپ جي ذميواري رکڻ، 50 ميمبر ٿيڻ تي ساهت سڀا جي شاخ کولڻ ۽ ميمبر تي اٺ آنا ماهوار في رکڻ سميت مختلف ٺهراءُ پاس ڪيا ويا.

**سنڌي ساهت منڊل:** سنڌي ساهت منڊل شڪارپور بولچند وسومل راجپال (ايڊيٽر سنڌو) 1933ع ۾ قائم ڪيو. هن منڊل پاران شيوا رام پالچند لالا جو ڪتاب 'ٽالسٽاءِ جون اخلاقي آکاڻيون' ۽ مسٽر روچيرام گنگارام سڌاڻيءَ جو ڪتاب 'آزاد خيال زالون' شايع ٿيا. هي ڪتاب تعليم کاتي پاران 31 مارچ 1936ع تي اسڪول ماسترن ۽ ٻارن جي لئبريرين لاءِ منظور ڪيا ويا ۽ پوءِ نومبر 1936ع ۾ وري سيڪنڊري اسڪولن لاءِ درسي ڪتاب ۽ پرائمري ماسترن ۽ شاگردن جي لائبريري لاءِ منظور ڪيا ويا. نومبر 1935ع ۾ مسٽر بولچند راجپال 'سنڌو' رسالو ميان جي ڳوٺ منتقل ڪيو تہ سنڌي ساهت منڊل بہ هتان منتقل ڪيو ويو. هن منڊل جي سرپرستي راجپال سنڌ جي شاعرن جو تمام گهڻو قلمي ڪلام هٿ ڪيو هو جنهن کي هو شايع ڪرڻ لاءِ سنواري، وقت بوقت انهن جو انتخاب سنڌو رسالي ۾ شايع ڪندو هو. هو مختلف شاعرن جي ڪلام ڇپائڻ لاءِ پروگرام بہ رٿي چڪو هو پر ٻي جنگ عظيم کان پوءِ ڪاغذ جي کوٽ سبب سنڌس ڪا بہ رٿا عمل هيٺ اچي نہ سگهي. ان ڪري سمورو قلمي ذخيرو پاڻ وٽ محفوظ ڪري رکيائين، پر ورهاڱي کان پوءِ اهو املهہ خزانو ڪنهن کي بہ خبر ناهي تہ ڪيڏانهن ويو.

**سنڌي ساهت ۾ مذاق** (ڪتاب): هي ڪتاب ليلا رام ڏيونداس رچنداڻيءَ جو آهي، جيڪو مشهور ليکڪ ۽ لسانيات جو ماهر هو. هن ڪتاب ۾ ليلارام رچنداڻيءَ، آڳاٽي وقت کان وٺي 1947ع تائين سنڌي ادب ۾ مذاق (Humorurin Sindhi Literature) تي روشني وڌي آهي. هن ٻن اکرن ۾ ڄاڻايو آهي تہ "مذاق جيون ۾ ضروري آهي، ان ڪانسواءِ جيون ٻي مزي لڳندو آهي سنڌي ٻوليءَ ۾ مذاقي ساهت گهڻو آهي... هن ڪتاب ۾ سنڌيءَ جو مذاقي ساهت صرف پارٽ جي ورهاڱي واري وقت تائين ڏنو ويو آهي."

سنڌي ساهت ۾ مذاق

ڪتاب مختلف عنوانن ۾ ورهايو ويو آهي، جهڙوڪ: ساهت ۾ مذاق، مذاق جي شروعات، سنڌيءَ ۾ مذاقي ساهت، آڳاٽو مذاقي ساهت، جهونو مذاقي نثر، شاهہ جي رسالي ۾ مذاقي ساهت، ميرن جي زماني ۾ مذاقي ساهت، ڳوٺن ۽ شهرن لاءِ مذاقي بيت، جديد ساهت ۾ مذاق، انگريزن جي دور ۾ مذاق، سنڌي ساهت جا ستارا، ناٽڪ ۾ مذاق، مذاقي سنڌي ڪهاڻيون، ورهاڱي کان اڳ جي مذاقي شاعري، لوڪ ساهت ۾ مذاق.

ڪرائون سائيز جي 158 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، سنڌو وديا پون، سنڌي ڪالوني، احمد آباد پاران، آڪٽوبر 1982ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. جنهن جي قيمت ڄاڻايل نہ آهي.

**سنڌي ساهتيہ هڪ واقفيت** (ڪتاب): هي ڪتاب ڊاڪٽر جيٺي لالواڻيءَ جي هنديءَ ۾ لکيل ڪتاب جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو پروفيسر روما پرڪاش جئسنگهاڻي ڪيو آهي. ڪتاب جا ٻہ اکر 'هڪ يادگار ڪوشش' جي عنوان سان 'انڊين پوٽ اڪادمي، احمد آباد جي ڊائريڪٽر مهپت راءِ ڪويءَ لکيا آهن. هن ڪتاب ۾ عنوان سان لاڳاپيل موضوع جي حوالي سان سنڌي ادب جي مختصر ڄاڻ ڏني وئي آهي.




ڊيمي سائيز جي 80 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب کي 2010ع ۾ روي روشن جئسنگهاڻي، دولت نگر ٿاڻي (ايسٽ) انڊيا مان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ ڪتاب جي قيمت سوا بہ سو روپيا آهي.

**سنڌي سڀاڳهڙا** (ڪتاب): هي نامور اديب ۽ تعليمدان، محمد اسماعيل عرساڻي (اڳوڻي ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر، ضلعي حيدرآباد) جو لکيل آهي. هي ڪتاب، عرساڻي صاحب جي، محب وطن عالم مولانا دين محمد وفائيءَ جي هدايت تي رسالي

'توحيد' لاءِ لکيل مضمون 'سنڌي ۽ سنڌس رهڻي ڪهڻي' تي مشتمل آهي، جنهن لاءِ مولانا ڪيس 'ٺيٺ سنڌي' زبان ڪم آڻڻ جي تاڪيد ڪئي هئي.



ابتدا ۾ رسالي 'توحيد' ۾ ڪجهه مضمون ڇپيا ۽ بعد ۾ اُن کي ڪتابي صورت ڏني، ڪتاب جو نالو 'سنڌي سڀاجهڙا' رکيو. ڪتاب جو پهريون ڇاپو، ڪرائون سائيز جي 80 صفحن تي مشتمل هو، جيڪو 52-1953ع ۾ آر. ايڇ. احمد برادرس، حيدرآباد ڇاپيو هو. جنهن جي قيمت 12 آنا هئي. ڪتاب جو ٻيو ڇاپو به ساڳي اداري ڇاپيو هو. جڏهن ته اُن جو ٽيون ڇاپو، سنڌي ڪتاب گهر، حيدرآباد، آگسٽ 1956ع ۾ ڪرائون سائيز جي 69 صفحن تي ڇپائي پڌرو ڪيو. ناشر ع. ع. پٺيءَ جي نوٽ مان معلوم ٿئي ٿو ته هن ڪتاب تي ڪن ڪوتاهه انديش نون سنڌين (اردودانن) اعتراض ڪيو هو، ان ڪري 'سنڌي ڪتاب گهر' هن ڪتاب جو اڳتي هلي اردو ترجمو شايع ڪري، ڪتاب خلاف پيدا ٿيل غلط فهميون ختم ڪيون هيون.

'سنڌي سڀاجهڙا' ڪتاب ۾ سنڌين جي رهڻي ڪهڻيءَ ۽ زندگيءَ جي هيئنين رخن تي روشني وڌي وئي آهي: ويس، ڪاڌو، پرٿو مرٿو، ڪيڪار، خبرون چارون، وندر يا رانديون، مهمان نوازي، سُخن جي سچائي، راڄوٽي، بهادري، ڏيتي ۽ امانت، غيرت، دينداري، سرڪار سان وفاداري، پن ۽ دوستي جاٽايل آهن. سيد غلام مصطفيٰ شاهه اڳتي هلي عرساڻي صاحب جا ٻه ڪتاب: 'سنڌي سڀاجهڙا' ۽ 'بدنصيب ٿري' گڏي، 'ٻه ڪتاب' عنوان سان ڇپائي پڌرو ڪيو هو.

**سنڌي سڌار سوسائٽي لاڙڪاڻو:** هن تنظيم جو بنياد ناليواري شاعر حاجي محمود خادم ڪراچيءَ ۾ وڌو. 1932ع ڌاري ڪراچيءَ جي هندو سنڌي شاعرن ۽ اديبن جي سهڪار سان حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ حيدرآباد ۾ حاجي محمود خادم جي صدارت هيٺ اجلاس ٿيو جنهن ۾ غلام احمد ميمڻ نظامي ۽ شيخ عبدالله 'عبد' به شريڪ هئا. هن ادبي اداري تي حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو تجويز ڪيل نالو 'سنڌي سڌار سوسائٽي' رکيو ويو. جڏهن حاجي محمود خادم جي 1939ع ڌاري ڪراچيءَ کان لاڙڪاڻي بدلي ٿي، تڏهن هن تنظيم جو بنياد لاڙڪاڻي ۾ وڌو. سڄي سنڌ ۾ هي پهريون سنڌي ادارو هو جنهن مشاعرن ۾ مصرع طرح ڏيڻ بجاءِ عنوان مقرر ڪرڻ جو رواج وڌو. هن سوسائٽيءَ شروع ۾ هڪ 'ڪسوٽي ڪميٽي' پڻ قائم ڪئي، جنهن جو ڪم سنڌي مشاعرا ڪوٺائڻ ۽ ان جي پيش ٿيل شعرن کي علم عروض جي تارازيءَ ۾ تورڻ ۽ ٻوليءَ جي اصولي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ هو. سنڌي ادب ۽ شعر جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ هن اداري 1941ع ۾ هڪ ادبي رسالو 'اديب سنڌ' لاڙڪاڻي مان جاري ڪيو، جنهن جو مرتب ۽ هلائيندڙ حاجي محمود خادم هو. جڏهن ته ايڊيٽوريل بورڊ ۾ ماستر جمع خان 'غريب'، عبدالفتاح 'عبد' عاقلي، غلام محمد نظامي ۽ رئيس ضياءُ الدين 'بلبل' شامل هئا. هيءُ رسالو 1952ع تائين جاري رهيو. گهڻي عرصي تائين هن رسالي ۾ 'بزم مشاعره' لاڙڪاڻي جي مشاعرن جو احوال ۽ شاعرن جا موڪليل شعر پڻ شايع ٿيندا رهيا. هن تنظيم ڪيترائي مشاعرا ۽ ٻيا ادبي پروگرام منعقد ڪرايا.

**سنڌي سرڪل:** اتر سنڌ جي مشهور ۽ اعليٰ تعليمي درسگاهه چيلاسنگهه اينڊ سيتلداس ڪاليج شڪارپور ۾ سنڌي ادب جي واڌاري لاءِ اشاعت سان گڏ شاهه لطيف جي باري ۾ ڪلاسن جو اهتمام ڪيو ويندو هو. 1947ع ۾ سنڌي سرڪل جو افتتاح پروفيسر ڇيتمل پرسرام گلراجاڻيءَ کان ڪرايو ويو. هن افتتاحي تقريب جي صدارت نامور اديب ڊاڪٽر ليلارام ڦيرواڻيءَ ڪئي. سنڌي سرڪل جي ٻين اصولن سان گڏ اهو به هو ته سنڌي ادب، تصوف ۽ ويدانيت جي واڌاري لاءِ شڪارپور مان ماهوار رسالو 'سامي' شايع ڪيو وڃي. سنڌي سرڪل جي سرپرستي ناميارو اديب جهامنداس دوارڪاداس ڀاٽيه ڪئي. مشهور اديب ۽ شاعر ڪيئلداس فاني 'سنڌي سرڪل' جو روح روان هو. هي سرڪل ورهاڱي کانپوءِ بند ٿي ويو.

**سنڌي - سنڌي - انگريزي لغت (ڪتاب):** عبدالرشيد ميمڻ جي تيار ڪيل هيءَ لغت سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ پاران 2006ع جي آخر ڌاري ڇپجي پڌري ٿي. هن اهم رٿا تي ڪيترن سالن کان ڪم هلندڙ هو. اڳوڻي چيئرمئن ڊاڪٽر غلام علي الانا جي عرصي ۾ ڪم شروع ٿيو ۽ ڪانئس پوءِ عبدالقادر جوڻيجي واري دور ۾ لغت جو ڪم مڪمل ٿيو. هن ڊڪشنريءَ جي نظرثاني ناميارو ليکڪ ۽ مترجم مرحوم مراد علي مرزا ڪئي. هيءَ هڪ جلدي لغت 1052 صفحن تي مشتمل آهي.




ڊبل ڪرائون/ جهازي سائيز ۾ ڇپيل هن لغت ۾ هزارين سنڌي لفظن جي سنڌي معنيٰ سان گڏ انهن جا انگريزي لفظ به ڏنل آهن. هن کان گهڻو اڳ پرمانند ميوارام جي سنڌي- انگريزي لغت کي به اهميت حاصل رهي آهي، پر اها هن وقت مارڪيٽ ۾ عام دستياب نه آهي. عبدالرشيد ميمڻ جي جوڙيل هن لغت جي قيمت 1250 روپيا آهي.

**سنڌي سنگيت ڊراما** (ڊرامي جو قسم): سنڌي سنگيت ڊراما، ڊرامن جو اهم قسم آهي، جنهن ۾ مڪالمن کي نثر جي بدران نظم ۾ جوڙي سُرن سان ڳائڻ ۽ سازن سان رقص ۽ موسيقيءَ جي ذريعي اسٽيج تي پيش ڪيو ويندو آهي. سنڌيءَ ۾ هن کي 'سانگ ناٽڪ'، 'راڳ ناٽڪ' ۽ انگريزي ٻوليءَ ۾ 'OPERA' (سنگيت ناٽڪ) چيو

ويندو آهي. تاريخي اعتبار کان سنگيت ڊرامن جي شروعات تقريباً 1200ع ڌاري فرانس جي هڪ شهر ’فلارينسمج‘ ۾ ٿي، جتي نامور فرانسيسي ڊرامانگار جي. پيري (J.Perie) جي لکيل اوپيرا (OPERA) ’يوريڊس‘ (Euridus) کي پهريون پيرو ساز ۽ سنگيت سان اسٽيج تي پيش ڪيو ويو. هندستان ۾ قديم زماني کان ڊرامن جو وجود ناٽڪن جي صورت ۾ موجود هو. هندستان ۾ پهريون سنگيت ڊرامو به هڪ فرانسيسيءَ معرفت اَوڌ جي تاجدار ’واجد علي شاهه‘ جي دربار جي زينت بڻيو. اهو سنگيت ڊرامو سنسڪرت زبان جو شاهڪار ’اندر سڀا‘ هو. جنهن کي سيد آغا حسن علي ’امانت‘ لکنويءَ 1853ع ڌاري نظم ۾ جوڙيو. ’اندر سڀا‘ کانپوءِ هندستان جي مختلف ٻولين جهڙوڪ: گجراتي، مرهٽي ۽ هنديءَ ۾ ان وقت جيڪي ڊراما لکيا ويا، تن ۾ ڪثرت اهڙن ڊرامن جي هئي، جيڪي راڳ ۽ سنگيت تي ٻڌل هئا. انهن جو سجو سٽاءُ ناچ ۽ راڳن تي ٻيڌل هوندو هو. مڪالمن ۾ شعر، قافيي ۽ مسجع کي ضروري سمجهيو ويندو هو ۽ نثر بدران نظم کي ترجيح ڏني ويندي هئي. سنڌي ٻوليءَ ۾ سڀ کان پهريون ڊرامو ’ليليٰ مجنون‘ اوپيرا جي صورت ۾ 1880ع ۾ شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جوڙيو. جنهن جي منڍ ۾ لکي ٿو ته: ’ڊرامي جا ٻه قسم آهن، هڪڙو ناٽڪ جو نثر وانگي پڙهجي، ٻيو ناٽڪ شعر ۾، جو راڳ ۾ ڳائجي‘. ان مان ظاهر آهي ته سنڌي ٻوليءَ جو پهريون ڊراما نويس مرزا قليچ بيگ آهي ۽ سنڌي ادب جو پهريون سنگيت ڊرامو ’ليليٰ مجنون‘ آهي، جنهن کي مرزا صاحب سنگيت ناٽڪ جي صورت ۾ راڳن ۽ سرن ۾ جوڙيو. اصل ۾ هي ڊرامو گجراتي زبان جي مقبول ڊرامانويس نوشير وانجهي مهر وانجهي رامجيءَ جو تخليق ڪيل هو. جنهن کي ’شيخ محمود احمد‘ رونق بنارسيءَ هندستاني زبان ۾ آندو. جنهن تان مرزا قليچ بيگ راڳ جي صورت ۾ ان کي منظوم ڪيو. جنهن جو هڪ مثال هن ريت آهي:

**مجنون:**

شرم جي ڏارين ته پوءِ مون نه مل منهنجا پرين،
ساهه سڪندو ٿو وڃي، تنهن کي ورائڻ ڏي وري.

**ليليٰ وراڻيو:**

ٿيس جدا جنهن ڏينهن تو کان حال ٿيو منهنجو تباهه،
چشم گريان، سربه عريان، سينه بريان آهيان.

1894ع ڌاري مرزا قليچ ٻيو سنڌي سنگيت ڊرامو ’گل بڪاولي‘ نالي جوڙيو. جيڪو مولوي الاهي بخش جو هنديءَ ۾ لکيل هو. مرزا قليچ بيگ اوڻويهين صدي جي پڇاڙيءَ تائين تقريباً 20 ڊراما لکيا، جن مان مٿيان ٻئي سنگيت ڊراما هئا. تنهن بعد ويهين صدي کي سنڌي ڊرامن جي عروج جي صدي ڪري سڏجي ته وڌاءُ نه ٿيندو. مرزا صاحب هن دور ۾ پڻ پنهنجي قلمي ڪاوشن کي جاري رکندي وڌيڪ معياري ۽ مؤثر رٿائن وارا ڊراما لکيا، جن مان هيٺيان ٽي سنگيت ڊراما آهن: شهريار ۽ شهر بانو (1923)، فرهاد و شيرين (1924)، بدر منير ۽ بينظير (1927).

مرزا قليچ کانپوءِ سنڌ جو مشهور شاعر ۽ ڊراما نگار غلام نبي هو. سنڌي ادب ۾ ڪيس آغا صوفيءَ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو سندس قلمي ڪارنامن ۾ سچل جي شعر جي شرح ۽ طبي جواهر کانسواءِ سنگيت ڊراما به شامل آهن.

ورهاڱي کان اڳ ڊرامن جي دنيا ۾ شاهه لطيف جي سرن تي مشتمل ڪيترا ڊراما لکيا ويا، جهڙوڪ: مومل ۽ مينڌرو: لعلچند امرڏني مل جڳتياڻي جا: عمر مارئي، سهڻي ميهار، مومل راڻو وغيره، پر انهن ڊرامن کي سنگيت ڊرامن سميت نثري مڪالمن وارا ڊراما چئي ٿو سگهجي، ڇاڪاڻ ته انهن ۾ شاهه صاحب جي بيتن سان گڏ نثري مڪالما پڻ گهٽي حد تائين موجود آهن. ان کانپوءِ شيخ اياز جا ٽي سنگيت ناٽڪ: ’ڀڳت سنگهه کي ڦاسي‘، ’دودي سومري جو موت‘، ’ڪي جو ٻيجل ٻوليو‘ ۽ ’رنيڪوٽ جا ڌاڙيل‘ شايع ٿيا آهن. ارجن شاد جو ڊرامو ’ڏاهيون ڏک ڏسن‘ ۽ سراج ميمڻ جو ’تند تنوار‘ سنگيت ناٽڪ پڻ ڇپيل آهن.

**سنڌي شاعري** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مترجم سنڌيءَ جو ناليوارو شاعر نياز همايوني آهي. ڪتاب ۾ سنڌي ٻوليءَ جي قديم ۽ جديد شاعرن جي شاعريءَ جو اردوءَ ۾ منظوم ترجمو ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ قاضي قادن، شاهه ڪريم، شاهه لطف الله قادري، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي، سچل سرمست، سامي چئنراء، استاد بخاري، نياز همايوني سميت ناميارن شاعرن جا 115 اسم شامل ڪيا ويا آهن. ڪتاب جو ناشر ناميارو اديب غلام رباني آگرو آهي، جڏهن ته پيش لفظ، نياز همايونيءَ خود لکيا آهن.



ڪچي جلد ۾ ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو اڪيڊمي ادبيات پاڪستان پاران سيپٽمبر 1987ع ۾ شايع ڪيو ويو آهي. 259 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 60 روپيا آهي.

**سنڌي شاعريءَ جو اڀياس** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور شاعر ۽ اديب شاعر شمشير الحيدريءَ جي ٻن ننڍن ڪتابن: ’سنڌيءَ ۾ آزاد نظم جي اوسر‘ ۽ ’جديد شاعريءَ جو اڀياس‘ تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڀاڱو ’سنڌيءَ ۾ آزاد نظم جي اوسر‘ ستن بابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ جديد شاعري، سنڌي شاعريءَ جو مزاج، آزاد نظم جو تاريخي پسمنظر، آزاد نظم اردو ۾، غزل کان آزاد نظم تائين، آزاد نظم جو فن ۽ سنڌي آزاد نظم جو مستقبل



جهڙا موضوع شامل آهن. ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ’جديد شاعريءَ جو اڀياس‘ ۾ سنڌوءَ جي ساک، سنڌيءَ ۾ رومانوي شاعري، سنڌي ۾ جمالياتي شاعري، سنڌي ۾ رزميه شاعري، سنڌي ۾ مزاحيه شاعريءَ تي بحث ڪيو ويو آهي.

145 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ، مئي 2012ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب جي قيمت رنگين پڪي جلد سان 150 روپيا آهي.

**سنڌي شاعري ۽ علم عروض** (ڪتاب): هي ڪتاب ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم ’خليل‘ جي اوائلي تصنيف ’رهنماءِ شاعري‘ جي نئين سر ترتيب ۽ تدوين تي مشتمل آهي، جيڪا غلام مصطفيٰ ’مشتاق‘ ميمڻ سر انجام ڏني آهي. ڪتاب ۾ ’رهنماءِ شاعري‘ جي تنهي حصن جو اختصار شامل ڪري شاعريءَ جي صنفن ۽ علم عروض بابت مفصل ڄاڻ ڏني وئي آهي. هن ڪتاب ۾ ارڙهن باب آهن.

ڊيمي سائيز جي 380 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، پڪي بائينڊنگ ۽ رنگين سرورق سان سجايل آهي. جنهن جي قيمت 150 روپيا آهي. هي ڪتاب مهراڻ اڪيڊميءَ، شڪارپور پاران اپريل 2001ع ۾ ڇپايو ويو.

**سنڌي شعر جي ڪسوٽي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ٽن ادبي مضمونن جو مجموعو آهي، جن مان پهريون مضمون روهڙيءَ جي نامياري صوفي شاعر فقير عبدالقادر بيدل جو ۽ ٻيو مضمون نرمل جيوتاڻيءَ جي شخصيت ۽ شاعراڻي خوبين توڙي خامين تي پروفيسر لوڪو مل درياهي سنگهه ڪيسواڻيءَ جو لکيل آهي. جڏهن ته ٽيون مضمون پروفيسر ڪيسواڻيءَ جي ڌيءَ ڪماري ڪملا لوڪو مل ڪيسواڻيءَ جو ليڪراج ڪشنچند عزيز جي شعر جي تشريح ۽ تنقيد تي لکيل آهي. ڪتاب جي آخر ۾ پروفيسر ڪي. اين. واسواڻيءَ جو انگريزيءَ ۾ ڪتاب تي تبصرو ڏنل آهي. هن ڪتاب تي شيخ محمد ابراهيم ’خليل‘ تنقيد ڪئي، جيڪا ڪتابي صورت ۾ ’ڪيسواڻيءَ جي ڪسوٽيءَ‘ جي نالي سان سال 1947ع ۾ ڇپي.

ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1946ع ۾ آفتاب پرنٽنگ پريس، تلاءُ نمبر 03، حيدرآباد سنڌ مان غلام محمد شهواڻيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪرائون سائيز ۾ 156 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 180 روپيا آهي.

**سنڌي صوتيات** (ڪتاب): علم لسان ۽ آوازن جي علم تي لکيل هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي ماهر ۽ عالم ڊاڪٽر غلام علي الانا جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌي ٻوليءَ جي آوازن جي علم متعلق سائنسي طور تحقيق ڪري مواد موجود ڪري ڏنو ويو آهي. ڪتاب ۾ ڪل پندرهن باب آهن: (1) صوتيات جو مفهوم ۽ مقصد، (2) ڳالهائڻ جا عضوا، (3) آوازن جي اچارڻ جو ڍنگ، (4) سنڌي وينجنن جا قسم ۽ گروهه، (5) سنڌي آوازن جا قسم، (6) سنڌي ويڃنن جو بيان، (7) سُر جو اڀياس، (8) سنڌي سُرن جو اڀياس، (9) سنڌي سرن جون ٻيون خاصيتون، (10) ڇوٽن گهٽن سُرن جو گهٽيءَ ڏماڪيدار وينجنن سان گڏيل اچار ڪان پوءِ وينجنن جي صورت ۾ بدلجڻ، (11) لفظ ۾ انهن جي پدن اندر ڪم آيل سُرن ۽ وينجنن جي ميل ميلاپ جو مطالعو، (12) سنڌي صوتياتي نظام ۾ شد جو استعمال، (13) وسرگ آوازن تي مشتمل لفظن جو صوتياتي اڀياس، (14) سنڌي صوتياتي نظام موجب ’ء‘ حمزه جو اڀياس، (15) علم صوتيات ۾ ادغام / سنڌي (Assimilation) جو ڪارج. ڪتاب ۾ هر باب مفصل ۽ آسان پيرايي ۾ لکيل آهي، جنهن جي مدد سان ٻولين بابت قائم ڪيل هن جديد علم سان سنڌي ٻوليءَ بابت به ڪافي جاندار معلومات ملي ٿي. ڪتاب جي علمي ۽ ٺيٺ موضوعاتي هئڻ باوجود سليس ٻولي پڙهندڙن کي سنڌي ٻوليءَ جي آوازن واري علم. صوتي نظام متعلق پليءَ پت واقف ڪرڻ ۾ مدد ڏئي ٿي.




ڪتاب ۾ پهرئين ۽ ٻئي ڇاپي جا مقدما شامل ڪيا ويا آهن. جيڪي ڊاڪٽر غلام علي الانا جا لکيل آهن. ان سميت ناشر طرفان نوٽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي چيئرپرسن ڊاڪٽر فهميده حسين، تعارف جو نوٽ پروفيسر علي نواز جتوئي، تڏهوڪي صدر سنڌي شعبي، سنڌ يونيورسٽيءَ جو لکيل آهي. سنڌي صوتيات تي هيءُ ئي مفصل ۽ معنيٰ خيز ڪتاب آهي.

ڪتاب جو انتساب ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ جي نالي ڪيل آهي. ڊيمي سائيز جي 176 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد پاران 2009ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ڪتاب جي قيمت 120 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سنڌي، عبدالمجيد مري، پروفيسر**: تعليمدان ۽ سماج سڌارڪ. پروفيسر عبدالمجيد مري سنڌيءَ جو پورو نالو عبدالمجيد ولد محمد خان مري آهي. هن 6 مارچ 1954ع تي ضلعي نوشهري فيروز جي شهر لاڪا روڊ ويجهو ڳوٺ باقر خان مريءَ ۾ جنم ورتو. ننڍي هوندي والد جي وفات سبب والده ۽ وڏي ڀاءُ عبدالستار جي سنڀال هيٺ



رهيو. ابتدائي تعليم پر واري اسڪول مان، سيڪنڊري تعليم هوت خان جلباڻي مڊل اسڪول مان ۽ مئٽرڪ هاءِ اسڪول ڪنڊياري مان 1970ع ۾ ڪيائين. سچل ڪاليج نوابشاهه مان بي. اي ۽ ايم. اي ڪيائين. بي. ايڊ سڪر بي. ايڊ ڪاليج مان ڪرڻ ڪانپوءِ ايم. ايڊ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. 1972ع ۾ جونيئر اسڪول ٽيچر مقرر ٿيو. بعد ۾ ايچ. ايس. ٽي ٿيو. ان بعد سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان ايجوڪيشن جي مضمون ۾ پاس ڪري ليڪچرار ٿيو. هن ٽريننگ اسڪول سڪرنڊ مان ايس. وي جو ڪورس به ڪيو هو. جتي راشد مورائي، منل ڪمالاڻي ۽ تاج جويي جي صحبت ۾ علمي، ادبي، سياسي ۽ سماجي خدمتن ڏانهن لاڙو پيدا ٿيس. ان ئي عرصي ۾ سندس ملاقات سائين جي. ايم. سيد سان ٿي ۽ اڄ تائين سندس فڪري ڌارا سان وابسته آهي. سندس علمي ۽ ادبي خدمتن ۾ درگاهه جهان پور شريف جي سجاده نشين صوفي شاعر سيد انور شاهه جي ڪلام 'انور سائين جي رسالي' جي سنوار- سُڌار شامل آهي. هي رسالو 2007ع ۾ ڇپيو. 1999ع ڌاري ڊاڪٽر غلام علي الانا جي پراجيڪٽ تحت 'سنڌي ٻوليءَ جي سکيا' ڪتاب لاءِ 'سنڌي ٻولي پڙهائڻ لاءِ طريقا ۽ حڪمت عمليون' عنوان هيٺ مقالو لکيائين. جيڪو سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ ڇاپيو. پروفيسر عبدالمجيد مري، مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي تفسير کي 'املا' جي صورت ۾ ترتيب ڏيڻ ۽ شاهه لطيف جي سمورن رسالن ۾ ڪم آيل لفظن جي 'لطيفي لغات' تيار ڪرڻ جو ڪم ڪري رهيو آهي. هن ملير ڊائجيسٽ ۾ ڪجهه تنقيدي مضمون لکيا. وٽس سياست، مذهب، سماجيات، فلاسافي، تاريخ، صحافتي مواد ۽ اخبارن ۽ رسالن تي مشتمل ڏهن هزارن کان مٿي ڪتابن تي مشتمل لائبريري موجود آهي. هن 1998ع ۾ فلپائين جي منيلا يونيورسٽيءَ مان 'ڪريڪيولم اينڊ ٽيچر ايجوڪيشن' جي عنوان هيٺ ايم. فل جو ڪورس به ڪيو آهي، جتي پنهنجي ٿيسز جي آخري پريزنٽيشن ۾ 'جي. ايم. سيد از نيشنل هيرو' عنوان هيٺ پراجيڪٽ پيش ڪري سکيا مڪمل ڪيائين. بي. ايڊ ڪاليج سکر ۾ ويهه سال استادن کي بي. ايڊ ۽ ايم. ايڊ جا ڪورس پڙهائڻ ڪانپوءِ هن وقت 'غلام نبي آگري ڊگري ڪاليج ڪنڊياري ۾ پروفيسر طور خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.

**سنڌي- عربي لغت:** هيءَ لغت پروفيسر غلام حسين جلباڻيءَ جي مرتب ڪيل آهي. هن ۾ سنڌي لفظن ۽ محاورن جي عربيءَ ۾ معنيٰ ڏنل آهي. لغت جي مهاڳ ۾ پروفيسر غلام حسين جلباڻي لکي ٿو ته، "سنڌي زبان قديم زبانن مان هڪ آهي ۽ هيءَ هڪ شاهوڪار زبان آهي، ان جو ادب به گهڻو وسيع آهي. افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته هيءَ زبان جيڪا عربي زبان کان گهڻو متاثر ۽ مالامال ٿي، تنهن ۾ اڄ ڏينهن تائين ڪا سنڌي- عربي لغت موجود نه آهي. هي هڪ



خال هو. جنهن کي پرڻ لاءِ بنده ڀرپور ڪوشش ورتي، جا پڙهندڙن جي آڏو آهي. ڪوشش گهڻي ڪئي وئي آهي ته جيئن لغت غلطيءَ کان خالي رهي، ليڪن پنهنجي ڪمزورين کي خيال ۾ رکندي، اهڙي امڪان کي رد ڪري نه ٿو سگهجي."

ڊبل ڪرائون سائيز ۾ 389 صفحن تي مشتمل هي لغت 1995ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ طرفان شايع ٿي، جنهن جي قيمت 400 روپيا ڇاپايل آهي.

**سنڌي عورت تنظيم:** 8، 9 اپريل 1982ع تي ٻن ڏينهن واري آل سنڌ وومن ڪانفرنس يا سنڌي عورتن جي پهرين ڪانفرنس جي پڄاڻيءَ وقت ڪانفرنس جي ڪنوينر مشهور تعليمي ماهر ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي اڳوڻي وائيس چانسلر سيد غلام مصطفيٰ شاهه، سنڌ گريجوئيٽس



ايسوسيئيشن جي چيئرمين ڊاڪٽر سليمان شيخ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي برک اديب ۽ ڪالم نگار علي احمد بروهيءَ سان گڏوگڏ سڄاڻ سنڌي عورتن مان ڊاڪٽر حميده کهڙو، انيتا غلام علي، فهميده حسين، آپا شمس عباسي، ڊاڪٽر قمر تنوير، ڊاڪٽر قمر واحد وغيره جي صلاح مصلحت سان سنڌي عورتن جي لاءِ هڪ نمائنده تنظيم جو خيال پيش ڪيو ويو. ان موقعي تي انهيءَ تنظيم جي قيام جو اعلان ڪيو ويو، جنهن تحت آپا شمس عباسيءَ کي هن تنظيم جي پهرين ڪنوينر ۽ پروفيسر فهميده حسين کي سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. ان جي انتظامي ڪاميٽيءَ ۾ ڊاڪٽر حميده کهڙو، انيتا غلام علي، ليڊي هدايت الله، مونا هدايت الله (ليڊي هدايت الله جي انگريز نُنهن) زرينه بلوچ، رشيده اخلاق، عزيزه سومرو ۽ ڪجهه ٻيون خواتين شامل هيون. بعد ۾ هن تنظيم جي هڪ شاخ حيدرآباد ۾ به کولي وئي.

هن تنظيم پاران غريب عورتن جي مالي سهائتا لاءِ فنڊ ڪٺا ڪيا ويا ۽ غريب سنڌي نياڻين جي وهانون ۾ مدد ڪئي ويندي هئي يا کي ٻيا سماجي ڀلائيءَ جا ڪم ٿيندا هئا. ٻن سالن ڪانپوءِ باقاعدي چونڊن ذريعي نيون عهديدار خواتين چونڊجي آيون، جن ۾ مونا هدايت الله ۽ رشيده اخلاق سرفهرست هيون. اها تنظيم ڪجهه سالن ڪانپوءِ غير فعال ٿي وئي ۽ هن وقت صرف ڪاغذن ۾ يا رسمي طور موجود آهي.

**سنڌي عورت ڪانفرنس**: سنڌ جي تاريخ ۾ پوريءَ سنڌ سطح تي سڀ کان پهرين ۽ وڏي ٻن ڏينهن جي 'سنڌي عورت ڪانفرنس' 8 ۽ 9 اپريل 1982ع تي ڪراچيءَ جي گلستان شاهه عبداللطيف ڀٽائي اسڪول ۾ منعقد ٿي، جنهن ۾ سڄيءَ سنڌ مان هزارين عورتن شرڪت ڪئي، جن مان ڪيترين جي رهائش جو بندوبست ساڳئي اسڪول ۾ ڪيو ويو هو. هن ڪانفرنس جو ڪنوينر مشهور تعليمي ماهر، سنڌ يونيورسٽيءَ جو اڳوڻو وائيس چانسلر ۽ ان وقت شاهه عبداللطيف ڪلچرل سوسائٽيءَ جو صدر سيد غلام مصطفيٰ شاهه هو ۽ ان جي سيڪريٽري فهميده حسين هئي، جڏهن ته ان جي آرگنائيزنگ ڪاميٽيءَ ۾ سنڌ جون ڪيئي عزيزه سومرو، دلشاد مرزا ۽ ٻين فنڪارائن حصو ورتو. هن گيت جا ٻول هئا: "ڏي سنڌي عورت ساک سچي" ۽ پوءِ شاهه جو ڪلام ۽ ٻيا گيت به ڳاتا ويا. سنڌي سماج ۾ عورت جو مقام، سنڌي ادب ۾ عورتن جو حصو، سنڌي عورت جي تعليم جو سوال ۽ سنڌي عورت جا ٻرندڙ مسئلا هن ڪانفرنس جا مختلف موضوع هئا. مختلف نشستن جي صدارتي پئنلن ۾ جيڪي خواتين شامل هيون، يا جن پيپر پڙهيا، اهي پڻ سنڌ جون ڄاتل سڃاتل تعليمي ماهر، اديب ۽ دانشور عورتون هيون، جن ۾ ليڊي صغريٰ بيگم هدايت الله، سنڌ جي پهرين ڊاڪٽريٽي ڊاڪٽر ساران صديقي، ڊاڪٽر حميده کهڙو، پروفيسر انيتا غلام علي،



سنڌي عورت ڪانفرنس ۾ ليڊي صغريٰ بيگم، غلام مصطفيٰ شاهه، آپا شمس عباسي، آمنه خميساڻي، ڊاڪٽر ساران صديقي، حميده کهڙو، مسز ممتاز راشدي، فهميده حسين، مهتاب راشدي، انيس ميمڻ، محمد خان مجيدي، شبنم شالواڻي، اختر بلوچ ۽ عابده پروين مخاطب آهن

مشهور شخصيتون شامل هيون، جن ۾: علي احمد بروهي، ڊاڪٽر سليمان شيخ، نظر محمد ميمڻ، ڊاڪٽر حميده کهڙو، پروفيسر انيتا غلام علي، رشيده اخلاق، آپا شمس عباسي وغيره شامل هيون. ٻن ڏينهن تي مشتمل هن ڪانفرنس ۾ مختلف موضوعن جي حوالي سان بيٺڪون ٿيون. افتتاحي نشست جي صدارت سنڌ جي شڪارپور شهر سان تعلق رکندڙ اهم بزرگ شخصيت ليڊي صغريٰ بيگم هدايت الله ڪئي، جنهن لاهور ۾ پاڪستان جي نعراءَ پيش ڪرڻ واري هنڌ تي پهريون پيرو پاڪستان جو جهنڊو چاڙهيو هو ۽ سنڌ جي پهرئين گورنر سر غلام حسين هدايت الله جي گهرواري هئي. افتتاحي نشست جي شروع ۾ ڪانفرنس جي ڪنوينر سيد غلام مصطفيٰ شاهه پاران ڪانفرنس جي مقصدن تي روشني وڌي وئي، جيڪو سنڌ ۾ عورتن ۾ سجاڳي پيدا ڪرڻ ۽ سنڌن بنيادي حقن ۽ تعليم، روزگار ۽ آزاديءَ وارن حقن کي تسليم ڪرائڻ سان گڏ سنڌي سماج ۾ عورت جي تمام هيناهين مقام ۽ حيثيت کي بلند ڪري، کين برابريءَ واري حيثيت ڏيارڻ هو. ان کانپوءِ ڪانفرنس جي سيڪريٽري فهميده حسين حاضرين کي ٻن ڏينهن جي مختلف نشستن ۽ پروگرامن کان آگاهه ڪيو. هن ڪانفرنس جي شروعات ۾ دادي ليلا وتي هرچنداڻيءَ هڪ خصوصي گيت (Theme Song) تيار ڪري پيش ڪيو، جنهن ۾ زرينه بلوچ، پروفيسر آمنه خميساڻي، آپا شمس عباسي، آپا رضيه بلوچ، آپا بلقيس مرزا، ڊاڪٽر قمر تنوير عباسي، ڊاڪٽر قمر واحد، آپا عائشه شيخ، ماهتاب محبوب، دادي ليلا وتي، بيگم ممتاز راشدي، دادي ڪملا مهتاڻي، عزيزه سومرو، مهتاب اڪبر راشدي، اختر بلوچ، زرينه بلوچ، شبنم شالواڻي، زبيده ميتلو، زهريٰ انصاري وغيره شامل آهن. اسٽيج سيڪريٽريءَ جا فرائض فهميده حسين، مهتاب اڪبر راشديءَ ۽ نسرين جوڻيجو سرانجام ڏنا.

هن ڪانفرنس جي موقعي تي پهريون پيرو 'آل سنڌ خواتين مشاعرو' به منعقد ڪيو ويو، جنهن ۾ سنڌ جي مشهور شاعرائن پنهنجي شاعري پيش ڪئي، انهن اهم شاعرائن ۾: نور شاهين، ماهتاب محبوب، نذير ناز، سلطانه وقاصي، ڊاڪٽر ممتاز عقيلي، نسرين جوڻيجو، مريم مجيدي، ثريا سوز ڏيپلائي، شبنم موتي، ثريا سنڌي، خالده سومرو، جميلا تبسم، زرينه بلوچ، قمر واحد، تسنيم يعقوب، انيس ميمڻ، صبين قاضي، نسرين نوري ۽ رضيه کوکر وغيره شامل هيون. رات جي پهر ۾ راڳ رنگ جي محفل، لوڪ گيت ۽ لوڪ رقص پيش ٿيا. ڪلاڪارن ۾ عابده پروين، دادي ليلا، دادي ڪملا مهتاڻي، زرينه بلوچ، مريم پليجو، دلشاد مرزا کانسواءِ ٻين ڪيترين ئي نوجوان ڪاليجي شاگردياڻين حصو ورتو.

سنڌي عورتن جي هن پهرين آل سنڌ وومن ڪانفرنس جي

موقعي تي مختلف اخبارن خصوصي نمبر ڪڍيا، خاص ڪري روزاني هلال پاڪستان اخبار ٻئي ڏينهن نمبر ڪڍڻ کان علاوه ڪانفرنس جي مڪمل ڪارروائيءَ جي رپورٽ پيش ڪئي، ان ڪانسواءِ ريڊيو پاڪستان ۽ پي. ٽي. وي جي ڪراچي سينٽر تان خصوصي رپورٽون پيش ڪيون ويون.



دادي ليلاوتي، دلشاد مرزا ۽ جيجي زرينہ بلوچ گيت پيش ڪندي

هن ڪانفرنس جي پڄاڻيءَ تي مختلف ٺهراءَ پاس ڪرڻ سان گڏوگڏ سنڌي عورتن جي هڪ نمائنده تنظيم ٺاهڻ جو اعلان ڪيو ويو، جنهن جي پهرين ڪنوينر آپا شمس عباسي ۽ پهرين سيڪريٽريءَ طور فهميده حسين نامزد ڪيون ويون. سنڌ ۾ عورتن جي جاڳرتا ۽ ترقيءَ جي ڏس ۾ هن ڪانفرنس جي هڪ تاريخي حيثيت آهي، ڇاڪاڻ جو هن ڪانفرنس ۾ ان دور جي سمورن سڄاڻ فردن، مردن توڙي عورتن ڀرپور ڪردار ادا ڪيو.

**سنڌي عورتن جي پهرين ادبي ڪانفرنس**: 1973ع ۾ هلال پاڪستان اخبار ڪراچيءَ ۾ هفتيوار ڇپجندڙ عورتن جي صفحي 'سگهڙين سٽ' جي پهرين سالگرهہ جي موقعي تي حيدرآباد جي پاڪستان نيشنل سينٽر ۾ سنڌي عورتن جي پهرين سنڌي ادبي ڪانفرنس منعقد ڪئي وئي، جنهن جي ڪنوينر 'سگهڙين سٽ' صفحي جي ايڊيٽر فهميده حسين ۽ سيڪريٽري انيس ميمڻ هئي. هن ڪانفرنس ۾ مختلف ادبي موضوعن تي مقالن ڪانسواءِ ڪيترين ئي شاعرائن پنهنجي شاعري ۽ لکڻيون پيش ڪيون. هن ادبي ڪانفرنس جي صدارت پروفيسر امينہ خميساڻيءَ ڪئي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي نامياري ڪهاڻيڪاره ماهتاب محبوب خاص مهمان هئي. مقالا پڙهندڙن ۾ فهميده حسين، تنوير جوڻيجو، انيس ميمڻ، مهتاب چنا (مهتاب اڪبر) سحر بلوچ (سحر امداد) ۽ رضيہ شيخ شامل هيون.

ان موقعي تي جن شاعرائن پنهنجي نڪور شاعري پيش ڪئي، انهن ۾ : عطيہ دائود، سلطانہ وقاصي، ملڪ ميمڻ، نورالهديٰ شاهہ، سحر بلوچ، شميم ميمڻ، نسرين جوڻيجو، نسرين شاهہ، انيس ميمڻ، تسنيم يعقوب (فهميده حسين)، نذير ناز ۽ ٻيون شامل هيون.

هن ڪانفرنس ۾ جيجي زرينہ بلوچ ۽ امينہ سيد لوڪ گيت پيش ڪيا، جڏهن تہ مشهور راڳين سينگار علي سليم ۽ حسين بخش خادم ۽ ننڍڙي مظهر عليءَ ڪانسواءِ ٻين پڻ فن جو مظاهرو ڪيو. ڪانفرنس ۾ وڏي تعداد ۾ خواتين شاگردياڻين ۽ ساڃهہ وند شخصيتن شرڪت ڪئي. سنڌي ادب ۾ ڪيترين ئي نين لکندڙ ڇوڪرين کي سگهڙين سٽ جي هن صفحي متعارف ڪرايو هو، جيڪي بعد ۾ وڏيون ناليواريون ليکڪائون ثابت ٿيون، جن ۾ نورالهديٰ شاهہ، عطيہ دائود، تنوير جوڻيجو، سلميٰ صديق قاضي، سلطانہ وقاصي، بانو محبوب جوکيو شامل آهن.

**سنڌي غزل** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب، نامور شاعر، پروفيسر ارجن 'شاد' جي. ايم. فل (سنڌيءَ) جي ٿيسز آهي، جيڪا هن بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ پيش ڪئي هئي. ڪتاب ۾ پنج فصل (باب) آهن: (1) فصل پهريون: سنڌي شاعري ۽ علم عروض، (2) فصل ٻيو: عروض جي ايجاد، بحر ۽ صنعتون، (3) فصل ٽيون: غزل ۽ اُن جون صنعتون، (4) فصل چوٿون: سنڌي غزل جي ابتدا ۽ ترقي، ۽ (5) فصل پنجون: گل (خليفو گل محمد 'گل' هالائي) شامل آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو هري موٽواڻيءَ، ڪونج پبليڪيشن بمبئيءَ پاران ڇپايو، ۽ اُن جو ٻيو ڇاپو، خليل پبليڪيشن سکر جي خليل احمد هڪڙي 1992ع ۾ ڇپايو. ڊيمي سائيز جي 112 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 35 روپيا آهي.




**سنڌي غزل جي اوسر** (ڪتاب): ٻن ڀاڱن تي مشتمل هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر اياز قادريءَ جي پي. ايڇ. ڊي جو تحقيقي مقالو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڀاڱو ستن بابن تي مبني آهي، جن ۾ (1) غزل، جنهن ۾ غزل جي ابتدا، تشريح، اصول، غزل جي پيدائش، موضوع، غنائي خاصت، مقامي اثر، غزل تي اعتراض ۽ سنڌي غزل تي اعتراض. ٻيون باب: پارسي شاعريءَ جو سنڌي غزل تي اثر (سنڌ ۾ پارسي شاعري)، ٽيون باب: پارسي شاعريءَ جو سنڌي غزل تي اثر. باب چوٿون: دعوت غزل. باب پنجون: اخباري شاعري. ڇهون باب: بزم مشاعره ۽ باب ستون: ڪُل سنڌ ادبي ڪانفرنسون شامل آهن. ساڳيءَ ريت ٻئين ڀاڱي ۾ بہ ڪُل ست باب آهن، جن جا موضوع ترتيبوار هن ريت آهن: باب ائون: سنڌي غزل

جي ابتدا، باب نائون: گل جو دور، باب ڏهون: خليفي قاسم جو دور، باب يارهون: سانگيءَ جو دور، باب ٻارهون: قادريءَ جو دور، باب تيرهون: ورهاڱي کانپوءِ (جائزو) ۽ چوڏهون ۽ آخري باب: ڀارت ۾ سنڌي غزل (ڀارت ۾ سنڌي غزل جو جائزو) اچي وڃن ٿا.




ڪتاب جي ٻنهي جلدن ۾ غزل جي صنف متعلق جامع تحقيق ڪندي غزل جي هر هڪ پهلوءَ کي کولي بيان ڪيو ويو آهي. ان کانسواءِ هن، سنڌي غزل جا مختلف دور قائم ڪري انهن جو ان وقت جي سياسي، سماجي، علمي ۽ ادبي لاڙن جي روشنيءَ ۾ نئين انداز سان تجزيو بيان ڪيو آهي ۽ هر دور جي نمائنده شاعرن جي حياتيءَ جو احوال، ڪلام جو نمونو ۽ ڪلام تي تبصرو ڏنو آهي. ڪتاب جي ٻنهي ڀاڱن جو مهاڳ خود محقق ڊاڪٽر اياز قادريءَ جو لکيل آهي. جڏهن ته پهرئين جُلد جو انتساب، ليکڪ پنهنجي ناني غزل گو حاجي زوار حڪيم فقير ميان علي محمد قادري جي نانءُ ۽ ٻئي جُلد جو انتساب پنهنجي پيءُ، غزل جي برک شاعر 'غلام سرور 'فقير' قادري جي نالي ڪيو آهي. هن پي. ايچ. ڊي ٿيسز ۾ سندس نگران 'پروفيسر مولوي غلام مصطفيٰ قاسمي' ٿي رهيو. هن ڪتاب جو پهريون ڀاڱو نومبر 1983ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، سنڌ يونيورسٽي طرفان شايع ٿيو ۽ ٻيو ڀاڱو به ساڳئي اداري پاران ڊسمبر 1984ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. چار رنگي ٽائيٽل، ڪچي جُلد ۽ ڊيمي سائز سان هن ڪتاب جو پهريون ڀاڱو 443 صفحن ۽ ٻيو ڀاڱو 566 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي ٻنهي ڀاڱن مان هر هڪ جي قيمت 150 روپيا آهي.




**سنڌي غزل جو تجزيو** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي ناليواري اديب، ليکڪ ۽ شاعر شيخ عبدالرزاق راز جو لکيل آهي، جنهن ۾ هن پندرنهن غزل گو شاعرن جي زندگيءَ، سندن ادبي ڪم توڙي غزل جي تاريخ جو احوال پيش ڪيو آهي. 163 صفحن تي، ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب 2004ع ۾ اڪيڊمي آف ليٽرس جي سهڪار سان انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي، سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري پاران ڇپيو. جنهن جي قيمت 70 روپيا آهي.




**سنڌي فوڪ لور** (ڪتاب): 'سنڌي فوڪ لور' ڪتاب سنڌي ٻوليءَ، ادب ۽ لوڪ ادب جي ناماري ليکڪ ڊاڪٽر جيلي لالواڻيءَ جو لکيل آهي، ڪتاب جي عنوانن ۾: (1) سنڌ ۽ سنڌي، (2) لوڪ ساهتيه جو اپياس- زميني، (3) سنڌي لوڪ ادب، (4) ڪچي لوڪ ادب - هڪ نظر (5) سنسڪرتي ۽ ان جي صورت، (6) لوڪ ڳالهه ۽ لوڪ ساهتيه، (7) لوڪ ڪهاڻيون، (8) لوڪ گيت، (9) لوڪ چوڻيون، (10) ٻروليون، (11) اڳڪٿيون ۽ (12) ڪچهري شامل آهن.




ڊيمي سائيز جي 256 صفحن تي مشتمل پڪي جلد سان هي ڪتاب، اسٽيج پبليڪيشن، احمدآباد، 1998ع ۾ ڇپايو آهي، جنهن جي قيمت 125 روپيا آهي.

**سنڌيڪا اڪيڊمي** (ادارو): سيپٽمبر 1991ع ڌاري ڪراچيءَ ۾، 'برٽينيڪا' جي طرز تي ناماري پبلشر نور احمد ميمڻ 'سنڌيڪا' نالي هڪ اڪيڊميءَ جو قيام عمل ۾ آندو. اڪيڊميءَ جي مقصدن ۾: (1) سنڌ ۾ علمي، ادبي ۽ تعليمي ترقيءَ لاءِ چاهه پيدا ڪرڻ، (2) ڪمپيوٽر سافٽ ويئر تيار ڪرڻ، (3) سنڌ شناسيءَ بابت ڪتاب شايع ڪرڻ ۽ (4) ادب، سماجيات، سياسيات جي موضوعن تي طبعزاد ۽ ترجمي تي مشتمل ڪتاب ڇپائڻ شامل هئا. انهن مقصدن لاءِ ڪتابن جي اشاعت سان گڏ سيمينار ڪرايا ويا ۽ اسڪيمون تيار ڪري ادارن ۽ اختيارين کي موڪليون ويون.




مئڪنتاش ڪمپيوٽر تي سنڌي ٻوليءَ جو سافٽ ويئر ۽ فانٽ جوڙيا ويا، سنڌي ڊڪشنري بورڊ ۽ انسائيڪلوپيڊيا سنڌيڪا ۽ استادن جي تربيت جون اسڪيمون تيار ڪري وفاقي ۽ سنڌ حڪومت کي موڪليون ويون.

سنڌيڪا اڪيڊميءَ جون حيدرآباد، سکر ۽ لاڙڪاڻي ۾ شاخون ۽ ڪتاب گهر قائم آهن. اداري کي هلائڻ لاءِ ان جو معاون ادارو 'آزاد ڪميونيڪيشنز' به جوڙيو ويو آهي، جنهن خانگي ۽ سرڪاري ادارن کان اشاعتي پراجيڪٽ وٺي، سنڌيڪا اڪيڊميءَ کي پاٽيرو ڪيو آهي. گذريل 23 سالن ۾ سنڌيڪا اڪيڊميءَ رٿابنديءَ سان سنڌ جي تاريخ ۽ قديم ورثي تي طبعزاد ۽ ترجمي جي صورت ۾ 12 ڪتاب، لطيفيات تي (طبعزاد ۽ ترجمو) 12 ڪتاب، عالمي تاريخ ۽ تهذيب سيريز هيٺ (ترجمو) 5 ڪتاب، خود- ترقي (Self Development) سيريز تحت 8 ڪتاب، قرآنيات سيريز هيٺ مختلف عالمن جا قرآن مجيد جي ترجمي ۽ تفسير تي مشتمل 11 ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيا آهن. سنڌيڪا اڪيڊميءَ جي ڪجهه اهم ڪتابن ۾ 'سنڌ جيئن مون ڏٺي' (پوسٽنس)، 'سنڌو شينهن درياهه' (جيمس فيئرلي)، 'سنڌ ۾ انگريزن جي حڪمت عملي' (ڊيوئارٽ)، 'سنڌ جي فتح' (آئوٽرام)، 'الف- ب وار شاهه جو رسالو' (عبدالغفار دائودپوٽو)، 'ڀٽ جو شاهه' (ايچ. ٽي. سورلي)، 'رسالهٔ شاهه لطيف' (منظوم اردو ترجمو: شيخ اياز)، 'شاهه جو رسالو' (مڪمل

36 سُر، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 'قومن جي عالمي تاريخ' (ٽي والٽرينڪ)، 'انساني تهذيب جي ارتقا' (ول ڊيورانٽ)، 'سنڌيڪا ڊڪشنري سيريز' (مختلف ليکڪ)، 'گيتانجلي (ٽئگور- مترجم: امان الله شيخ)، 'مثنوي رومي' (ترجمو: غلام محمد شهواڻي)، 'روميءَ جون رهاڻيون' (احمد خان آصف)، 'قرآن مجيد' (علي خان ابڙي، تاج محمود امروٽي، مولانا احمد ملاح، محمد عثمان ڏيپلائي، مولانا عبدالڪريم بيرواري وغيره جا ترجما) وغيره شامل آهن.

**سنڌي ڪاٺ ڪُٽو** (پکي): سنڌ جي هن مقامي پکيءَ کي انگريزيءَ ۾ Sind Pied Wood peeker ۽ اردوءَ ۾ 'سنڌي سياهي مائل ڪٺ ڦوڙ' چيو ويندو آهي، جڏهن ته سائنسي ٻوليءَ ۾ هن پکيءَ کي



Dendrocopos assimilis سڏيو ويندو آهي. پکين جي هڪ ماهر ۽ محقق اسٽوئرٽ بيڪر (Stuart Baker) هن پکيءَ کي Dryobates Scindianus جو نالو به ڏنو آهي. هن پکيءَ جو تعلق Picidae خاندان جي ذيلي ڪٽنب Picinae سان آهي. سنڌي ڪاٺ ڪُٽي جي جسماني ڊيگهه 22 سينٽي ميٽر، پرن جي ڊيگهه 11.1 کان 12.3 سينٽي ميٽر آهي. هن پکيءَ جي پُڇ جي ڊيگهه تقريباً 6.7 کان 7.3 سينٽي ميٽر ۽ چهنب جي ڊيگهه 2.5 سينٽي ميٽرن جي لڳ ڀڳ آهي.

هي پکي مجموعي طور اڇو ڪارو هوندو آهي، جنهن جي ڪلهن تي اڇا ٽِڪا، اڇا ڳِل، ڳچي، ڇاتي ۽ پيٽ ميرانجهڙو اڇو. پٺ پاڙ وٽان هيٺان ڳاڙهسرو قرمچي رنگ جو ٿيندو آهي. نرجي پيشاني ۽ مٿو قرمچي ڳاڙهو ٿيندو آهي، جڏهن ته ماديءَ جي پيشاني ڪاري رنگ جي ٿيندي آهي. هن جي پٺ جي ظاهر کنين تي هڪٻئي پٺيان اڇا ٽِڪا هوندا آهن، جيڪي بند ٿيڻ تي اڇي رنگ جي ويڪرين پٽين جو ڏيک ڏيندا آهن. هن جو هيٺيون پڇ پوش (under tail covert)، ڪلنگيءَ جي پيٽ ۾ قرمچي گلابي رنگ جو ٿئي ٿو پير نيراڻ مائل سليٽي رنگ جا ٿين، جيڪي رخ بدلائڻ مهل ناسيءَ کان قرمچي رنگ ۾ تبديل ٿيندي محسوس ٿين ٿا. هن پکيءَ کي ناسن وٽ ننڍڙا ڪنپ به ٿين ٿا.

هي پکي ايران جي ڏکڻ اپرندي علائقن: سنڌ، بلوچستان ۽ پنجاب جي علائقن ۾ رهندڙ هتان جو مقامي پکي آهي. هي پکي سنڌو درياهه جي ڀرسان آباد ميداني علائقن، گهاٽن ٻيلن، جهنگلن، خشڪ ڪنڊاون جهنگن ۾ ملي ٿو عام طور هي پکي سڄي پاڪستان ۾ ملندو آهي، پر پنجاب ۽ سنڌ ۾ ججهي تعداد ۾ نظر ايندو آهي. سنڌ ۾ گهڻي ڀاڱي اترين علائقن ۾ رهندو آهي، جڏهن ته هيٺينءَ سنڌ ۾ تمام گهٽ نظر ايندو آهي. ان کان سواءِ ريگستاني علائقن، ٿر ۽ چولستان ۾ ڪنڊاون ٻوٽن، ڪنڊين ۽ ٻبرن تي ۽ ڳوٺن ۾ آبپاشي ڪئنالن ۽ رستن جي ڀرسان وڻن تي ويهي ٿو ۽ ٻين پکين وانگر زمين تي پوکيل فصلن مان غذا تلاش ڪرڻ بدران ٻٻر، ڪنڊي، جار ۽ ٻين وڻن جي قدرتي چيرن ۽ سوراخن ۾ لڪل ننڍين جيتن ۽ انهن جي آنين مان ڦٽل ٻچن (سونڊ، پيويا) وغيره کي چهنب جي مدد سان ڪڍي کائيندو آهي. ان ڪانسواءِ وڻن جي پاڙن ۾ رهندڙ ۽ وڻن کي نقصان پهچائيندڙ جيتن کي به کائيندو آهي. هن پکيءَ جو غذائي ذريعو صرف وڻ ۽ ٻوٽا آهن، ان ڪري ئي هن پکيءَ کي سنڌيءَ ۾ 'ڪاٺ ڪنو' چيو ويندو آهي، ٿر ۾ هن کي 'سوناڙيو پکي' به چون ٿا.

هن پکيءَ جي سنڌ ۾ نسلي واڌويجهه جو عرصو فيبروري مهيني کان شروع ٿيندو آهي، پر آنا عام طرح مارچ مهيني ۾ ڏيندا آهن. آنا ڏيڻ کان اڳ هن پکيءَ جا نر ۽ ماد گڏجي ڊگهي وڻ جي ڪنهن مناسب جاءِ تي چهنب جي مدد سان سوراخ ڪندا آهن. هڪ وقت ۾ هڪ مادي 3 کان 4 آنا لاهيندي آهي، جيڪي لسا، اڇي رنگ جا ۽ ننڍڙا بيضوي شڪل جا ٿين ٿا. مادي 15 کان 16 ڏينهن آرو ڪندي آهي. نرپکي آنن مان ڦٽل ٻارن لاءِ غذا ڳولي آڻڻ ۾ انتهائي سرگرم هوندو آهي. آنن مان ڦٽل پکيءَ جي ٻچن کي کنڀ نه هوندا آهن ۽ ابتدائي طور انڌا چمندا آهن ۽ شور ڪندا رهندا آهن.

هي پکي پنهنجي طبيعت مطابق مختلف وقتن تي مختلف آواز ۾ ٻوليندو آهي، گهڻي دير تائين خاموش رهي اوچتو تيز آواز ڪندو آهي.

**سنڌي ڪتاب** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب اردو ڳالهائيندڙن جي سکيا لاءِ لکيل آهي، جنهن جا ليکڪ حيدر علي لغاري ۽ محمد نواز نوناري آهن. ڪتاب جي نظرثاني سنڌ جي نامور اديب محمد ابراهيم جويي ڪئي آهي. ڪتاب ۾ اردو توڙي سنڌيءَ ۾ مواد شامل ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ اردو وارو ڀاڱو محمد نواز نوناريءَ سنڌيءَ وارو حصو حيدر علي لغاريءَ تحرير ڪيو آهي.




ڪتاب ۾ سنڌيءَ جي سکيا لاءِ زمانن، حروف تهجي ۽ مختلف شين جا نالا ڏنا ويا آهن. ان سميت سنڌيءَ ۾ نامور شاعرن، عالمن، اديبن متعلق معلوماتي مضمون شامل ڪيا ويا آهن. ڪتاب جي

تئين حصي ۾ شاعري ڏني وئي آهي، جنهن ۾ ڪلاسيڪل شاعرن، شاهه ڪريم بلڙيءَ واري، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، سچل سرمست سميت خليفي گل محمد جي شاعري ڏني وئي آهي. ڪتاب جي منڍ ۾ 'پهلي بات' عنوان سان نوٽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي ٺڏهوڪي چيئرمئن ڊاڪٽر نواز علي شوق لکيو آهي. پيش لفظ حيدر علي لغاريءَ تحرير ڪيو آهي. سنڌي ٻوليءَ جي سکيا واري موضوع تي لکيل هيءَ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري 1995ع ۾ شايع ڪرايو آهي. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 136 صفحا آهن. ڪتاب جي قيمت 15 رپيا آهي.

**سنڌي ڪلاسيڪل شاعرن جي لغت** (ڪتاب): سنڌي ڪلاسيڪي شاعرن: قاضي قادن کان شاهه ڪريم بلڙيءَ واري، لطف الله قادريءَ، شاهه عنات رضوي، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، خواجه محمد زمان، ٻائي چين راءِ سامي، سچل سرمست، عبدالرحيم گرهوڙي ۽ خليفي نبي بخش وغيره جي ڪلام ۾ موجود قديم ڏکين، متروڪ ۽ مستعار لفظن ۽ اصطلاحن جي معنائن تي مشتمل هيءَ لغت ڊاڪٽر فهميده حسين ۽ نگرانيءَ ۾ تيار ٿي آهي، جنهن جا مرتب ۽ محقق ڪمال جامڙو، طارق عزيز شيخ، انب گوپانگ، ڊاڪٽر غفور ميمڻ، عبدالعزيز خاصخيلي، شاهده دوست محمد، ياسر قاضي ۽ نصرالله ناصر آهن. هن لغت جي ايڊيٽنگ ڊاڪٽر فهميده حسين ڪئي آهي ۽ شيخ محمد اسماعيل سموري مواد جي نظرثاني ڪئي آهي. هيءَ لغت شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽيءَ پاران 2004ع ۾ شايع ٿي. ڊبل ڊيمي سائيز جي 472 صفحن تي مشتمل هن لغت جي قيمت 450 روپيا آهي.



**سنڌي ڪلچر ۽ سنڌ جا سُورما** (ڪتاب): سائين جي. ايم سيد جو هي ڪتاب ٻن ڪتابن کي گڏي هڪ جلد ۾ ڇپايو ويو آهي. هن ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ سنڌ جي ڪلچر بابت مڪمل تفصيل سان لکيو ويو آهي، جنهن ۾ ريتن رسمن کان وٺي هر ڳالهه جو ذڪر ڪيو ويو آهي. جڏهن ته ڪتاب جي ٻئي حصي 'سنڌ جا سورما' ۾ راجا ڏاهر، حاڪم سنڌ دودو ٻن خفيف سومري (سوم)، نواب دولهه دريا خان، مخدوم بلاول سمو ۽ شاهه عنايت شهيد جي شخصيت بابت لکيو ويو آهي ۽ آخر ۾ انهن بابت نتيجو پڻ تحرير ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو




2011ع ۾ روشني پبليڪيشن پاران ڇپايو ويو آهي. 128 صفحن تي مشتمل هن ڊيمي سائيز ڪتاب جي قيمت 120 روپيا آهي.

**سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر** (ڪتاب): نامور اديب ۽ نقاد ممتاز مهر جو هي ڪتاب 1947ع کان 1981ع تائين جي ترقي پسند ۽ جديد سنڌي ڪهاڻين جي تنقيدي جائزي تي مشتمل آهي. هي ڪرائون سائيز جي 64 صفحن تي مشتمل ڪتاب، ساهت ڌارا پبليڪيشن، ڪراچي، فبروري 1983ع ۾ ڇپيو آهي، جنهن جو ملهه پنج روپيا آهي.

**سنڌي ڪهاڻي، ناٽڪ ۽ تنقيد** (ڪتاب): هي ڪتاب، سنڌ ۽ هند جي برک ليکڪ، ترقي پسند اديب ۽ نقاد اي. جي اُتم جي تنقيدي ۽ تحقيقي مضمونن تي مشتمل آهي، هن ڪتاب ۾ اُتم جا چار اهم مضمون شامل آهن: (1) وِشو (دنيا) جي اڄ وسرندڙ ڪهاڻي، (2) سنڌي ناٽڪ جا سؤ سال، (3) سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ سنڌي زندگي ۽ (4) سنڌي تنقيد جو جائزو.

ڪرائون سائيز ۾ 122 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، موهن ڪلپنا، ڪلپنا ڪتاب گهر الهاس نگر پاران، آگسٽ 1981ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 10 روپيا آهي.

**سنڌي ڪهاڻي ورهاڱي بعد** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي برک دانشور، ڪهاڻيڪار ۽ ترقي پسند اديب، ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ شامل تحقيقي ۽ تنقيدي مقالو ڪيرت ٻاٻاڻيءَ 1973ع ۾ لکيو هو، جنهن ۾ ورهاڱي بعد جي سنڌي ڪهاڻيءَ جي ٻن ڏَورن جي چنڊ ڇاڻ ٿيل هئي. بعد ۾ هن سنڌي ڪهاڻيءَ جي ٽئين دور تي به لکيو ۽ ائين ورهاڱي کان پوءِ جي 35 سالن جي دور جي تاريخ مرتب ڪري ورتي، جنهن دوران هند ۾ هزارين سنڌي ڪهاڻيون لکيون ويون، جن مان سوين ڪهاڻيون مطالعي هيٺ آڻي، ليکڪ انهن جو تجزيو ڪيو آهي.

'ليکڪ پاران' عنوان ۾، ڪيرت ٻاٻاڻيءَ ڄاڻايو آهي ته "سيا ويڪ ڪي ليکڪ مون کان اڃا به رهجي ويا هوندا ۽ شامل ليکڪن جون سڀ ڪهاڻيون به شُماري نه سگهيو آهيان... مون هن عرصي جي ڪهاڻيءَ کي ڪشادي ڪئنواس ۾ بيهاري، جيڪي ان ۾ اهم آهن، تنهن کي چٽڻ جي ڪوشش ڪئي."

ڪتاب جي پبلشر نارائڻ ڀارتيءَ لکيو آهي ته: "هي ڪتاب نه فقط ڪاليج وديارٿين (شاگردن) کي سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر جي ڄاڻ

ڏيندو. بلڪ هن ڪتاب کي تاريخي اهميت پڻ آهي، تہ ورهاڱي بعد سنڌي ڪهاڻيڪارن ڪيئن پاڻ موکيو آهي ۽ اڄ جي سنڌي ڪهاڻي، ڀارت جي ڪنهن بہ ٻي ٻوليءَ جي ڪهاڻيءَ سان ٻيهي سگهي ٿي."

هي ڪرائون سائيز جي 114 صفحن تي مشتمل ڪتاب، نارائڻ ڀارتيءَ، سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن، الهاس نگر ڀارت جنوري 1984ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ ان جي قيمت 10 روپيا آهي.

**سنڌي ڪهاڻيون** (ڪتاب): هند جي نامور ليکڪ ۽ ڪهاڻيڪار ٺاڪر چاولا جي ڪهاڻين جو هي ٽيون نمبر ڪتاب آهي، جنهن ۾ هن جي 23 ڪهاڻين سان گڏ، مني ڪهاڻيون ۽ 'بنا عنوان ڪهاڻيون' بنهہ ننڍڙيون ڪهاڻيون بہ شامل آهن. ڪتاب جي مهاڳ ۾ نامور شاعر پريو وفا، ٺاڪر چاولا جي ڪهاڻين کي اعليٰ درجي جون معياري ڪهاڻيون سڏيو آهي. سندس ڪهاڻين ۾ حقيقت نگاري ڪوٽان ڪوٽ ڀريل آهي. ڪهاڻين جي ٻولي سادي، سوادي، سلوڻي ۽ سپڪ آهي. مهاڳ کانپوءِ سندس ڪهاڻين تي چوئٿرام لعلچندائيءَ "ٺاڪر چاولا، هڪ ساهتڪ شخصيت" عنوان هيٺ سندس سموري ادبي پورهئي، خصوصاً سندس ڪهاڻين جي ٻن ڪتابن تي تفصيلي روشني وڌي آهي. واسديو نرمل پڻ 'ٺاڪر چاولا جون ڪهاڻيون' عنوان واري ليک ۾ سندس ڪهاڻين جو جائزو وٺندي لکيو آهي تہ: "ٺاڪر چاولا، سنڌي ننڍي ڪهاڻيءَ کي نئون موڙ ڏئي، ڳويا ننڍڙي ڪهاڻيءَ جي دين سنڌي ساهت کي ڏني آهي. سماج جي مختلف مسئلن جي الڳ الڳ پهلوئن کي موضوع بڻائي، ننڍڙيون ڪهاڻيون لکيون اٿائين، جن ۾ سماج جي برائين جي اوگھڙ ڪئي اٿائين."




ڊيمي سائيز جي 136 صفحن ۽ خوبصورت ٽائيٽل وارو هي ڪتاب امرتا آنند پبليڪيشن، ممبئي، 2005ع ۾ ڇپايو آهي، جنهن جي قيمت 80 روپيا آهي.

**سنڌي لوڪ رنگ** (ڪتاب): هن ڪتاب جو ليکڪ ڊاڪٽر جيٺو لالواڻي آهي، جنهن ۾ هن ڳجرات جي ڪڇ واري علائقي ۾ رهندڙ ماڻهن جي ريتن، رسمن ۽ سنگيت جي باري ۾ ڄاڻ ڏني آهي. ڪڇ وارو علائقو آڳاٽي دور ۾ سنڌ جو حصو هوندو هو ليکڪ ڳجرات جي ڪڇ جو اڀياس ڪري اتان جي رهڻي ڪهڻي ۽ ريتن رسمن کي 'سنڌي لوڪ رنگ' جي نالي سان ڪتاب جي صورت ۾ پيش ڪيو آهي. ڪتاب جي فهرست ۾ سنڌي لوڪ وهنوار، سنڌي ويس، سنڌي ريتون رسمون، سنڌي نالا، نڪون،




لوڪ سنسڪرتي، پکي ۽ سنڌي ڏڻ شامل آهن. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 112 صفحا آهن. هي ڪتاب سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن جي طرفان 2009ع ۾ شايع ٿيو هن ڪتاب جي قيمت 60 روپيا آهي.

**سنڌي لوڪ ساهت** (ڪتاب): هي ڪتاب، مشهور اديب ۽ هند ۾ لوڪ ادب تي ابتدائي کوجنا ڪندڙ ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتيءَ جو لکيل آهي، جنهن جو انتساب هن هيٺينءَ ريت ڪيو آهي: "پدمشري پروفيسر رام پنجواڻيءَ کي، جنهن سنڌي لوڪ ساهتيہ جي ڄاڻ ڏني ۽ سنڌي ڪوئل، ڀڳونتي ناواڻيءَ کي، جنهن سنڌي لوڪ گيتن کي گهر گهر پهچايو." ڪتاب بابت بہ اکر، نارائڻ ڀارتيءَ خود لکيا آهن، جڏهن تہ 'سنڌي لوڪ ساهتيہ جو جائزو' عنوان سان تفصيلي مهاڳ ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي لکيو آهي. هو لکي ٿو تہ: "ڀارت ۾ سنڌي لوڪ ساهتيہ جي کيتر ۾ گهڻي ۾ گهڻو کوج ڪاريہ نارائڻ ڀارتيءَ ڪيو آهي. هو 1952ع ڌاري ڪنهن بہ سرڪاري مدد کانسواءِ ئي اڪيلي سرڪرڪشي نڪري پيو. ڀارت جي جدا جدا پرانتن ۾ برپا ڪيل سنڌي پرشارٿين (پناهگيرن) جي ڪئمپن جو دورو ڪيائين ۽ سنڌي ٻڍڙن ۽ ٻڍڙين سان ملاقاتون ڪري، واتين ويٺين سنجوئي رکيل سنڌي لوڪ ادب جو خزانو گڏ ڪيائين. 'سنڌي لوڪ ساهت' ڪتاب ۾ نارائڻ ڀارتيءَ سنڌي لوڪ ادب جي مکيہ شاخن جو جائزو پيش ڪيو آهي."




هن ڪتاب ۾ نارائڻ ڀارتيءَ لوڪ گيتن جي قسمن، لاڏن، ڳيچن، لولين، اوراڻن، پوڄا جي گيتن، ڪٿا گيتن، ٻاراڻن گيتن، تاريخي گيتن وغيره جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي. ان کانسواءِ لوڪ ڪٿائن ۽ لوڪ چوڻين کي بہ پيش ڪيو ويو آهي.

ڊيمي سائيز جي 136 صفحن تي مشتمل هيءَ ڪتاب، 'سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن، الهاس نگر'، 1988ع ۾ شايع ڪيو آهي ۽ ان جي قيمت 30 روپيا آهي.

**سنڌي لوڪ ڪلا** (ڪتاب): هي ڪتاب جڳديش شڪارپوريءَ جو ترتيب ڏنل آهي، جنهن ۾ 16 مارچ 2008ع تي 'اکل ڀارت سنڌي لوڪ ڪلا جشن ۽ سيمينار' جو احوال ۽ ان ۾ پڙهيل هيٺيان مقالا شامل آهن: (1) سنڌي لوڪ سنگيت پرمپرا (روايت): ڊاڪٽر جيٺو لالواڻي، (2) سنڌي لاڏا – اڄ ۽ هاڻي: مينا شهدادپوري، (3) سنڌي لوڪ سنگيت جي ڦهلاءَ ۾ آڪاشواڻين (ريڊيو اسٽيشن) جو يوگدان: ويرُهو رفيق،



(4) لوڪ ناچ: ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي، (5) سنڌي لوڪ ناٽڪ: جڳديش شهدادپوري. ڊيمي سائيز جي 62 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب رنگ ساگر پبليڪيشن، احمد آباد 2008ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ ان جي قيمت 80 روپيا آهي.

**سنڌي لوڪ ڪهاڻيون** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي ترقي پسند اديب ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جو ترتيب ڏنل آهي. هن ڪتاب ۾ ليکڪ ڊاڪٽر بلوچ، نارائڻ ڀارتي، هوتچند مولچند گربخشاڻي، جڳديش لڇاڻي، هوندراج بلواڻي، سورج شوداساڻي ۽ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جي سهيڙيل لوڪ ڪهاڻين کي گڏ ڪيو آهي ۽ هي ڪتاب ساهتيه اڪادمي نئين دهليءَ، 1990ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي مهاڳ ۾ ڪيرت ٻاٻاڻي لوڪ ڪهاڻين جي سماج ۽ ادب ۾ اهميت تي تفصيلي مهاڳ لکيو آهي. ڊيمي سائيز جي 250 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**سنڌي لوڪ گيت- ٻوليءَ جي اوسر** (ڪتاب): سنڌي ٻوليءَ جي نامور عالم ڊاڪٽر پرسي گدواڻيءَ، سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪڇ، گجرات ۽ دهليءَ جي آسپاس سنڌي جاتيءَ جي مختلف قبيلن ۽ ذاتين ۾ رائج لوڪ گيتن جو ذخيرو گڏ ڪري انهن جو جائزو ورتو آهي. اهو مواد سندس ڌيءَ ڊاڪٽر پارو گدواڻيءَ هندي زبان ۾ ’سنڌي لوڪ گيت‘ جي عنوان سان پوني انڊيا مان ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جو الٿو سنڌي ٻوليءَ جي نوجوان مترجم پارسا رضويءَ ڪري ’سنڌي لوڪ گيت‘ جي نالي سان موجوده سنڌي ۾ آندو آهي. ڪتاب جي ايڊٽنگ ۽ نظر ثاني ڊاڪٽر فهميده حسين ڪئي آهي. ڊيمي سائيز ۾ 119 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 80 رپيا آهي. هيءُ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران 2010ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.




**سنڌي لئنگئيج اٿارٽي**: هي ادارو 1991ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ترقي، سکيا ۽ ان جي استعمال جي مقصدن هيٺ، پاڪستان جي 1973ع واري آئين جي قلم 251 (3) جي روشنيءَ ۾، سنڌ اسيمبليءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ائڪٽ 1972ع ترميمي ائڪٽ (1990ع) موجب قائم ٿيو. سنڌ اسيمبليءَ مان اڳوڻي وڏي وزير جام صادق علي خان جي دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جو ترميمي ائڪٽ (1990ع)، متفق راءِ سان پاس ٿيو جنهن بعد 1991ع ۾ اٿارٽيءَ جي قيام جو باقاعدي نوٽيفڪيشن جاري ڪيو ويو ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ان جو پهريون باني چيئرمين مقرر ٿيو.

شروعاتي ڏينهن ۾ نئين اداري جي قيام جي لکپڙهه ۽ سرڪاري گهرجن جي پورائيءَ ۾ هڪ سال لڳي ويو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو بورڊ آف گورنرس جوڙيو ويو جنهن جي پهرين گڏجاڻي، 4 جولاءِ 1991ع تي اٿارٽيءَ جي پهرئين چيئرمئن، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي صدارت ۾ ٿي، جنهن جا هيٺيان ميمبر مقرر ڪيا ويا هئا:
(1) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (چيئرمئن)، (2) علي نواز وفائي، (3) سيد هاشم رضا، (4) ڊاڪٽر ايم. اي قاضي، (5) جسٽس مشتاق علي قاضي، (6) عبدالسليم خان، (7) نظر محمد شيخ، (8) بشير مورياڻي، (9) عبدالحميد آخوند، (10) ڊاڪٽر غلام علي الانا، (11) ڊاڪٽر تنوير عباسي، (12) محمد افضل شيخ، (13) سيد علي مير شاهه، ۽ (14) ممتاز علي مرزا.

سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري، پنهنجي قيام کان وٺي اڄ تائين مختلف مرحلا طئي ڪندي ناماچاري ماڻي آهي. چيئرمين ۽ سيڪريٽري بدلبا رهيا، نئون عملو ڀرتي ٿيندو رهيو نوان شعبا قائم ٿيندا رهيا آهن. سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي تاريخ ۾ اڄ ڏينهن تائين هيٺيان چيئرمين مقرر ٿيا:
(1) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (15 فيبروري 1991ع کان 6 مارچ 1994ع تائين)، (2) ڊاڪٽر نواز علي شوق (6 مارچ 1994ع کان 17 نومبر 1995ع تائين)، (3) ڊاڪٽر نبي بخش جي قاضي (3 اپريل 1995ع کان 17 نومبر 1996ع تائين)، (4) ممتاز مرزا (واڌو چارج: 7 نومبر 1996ع کان 6 جنوري 1997ع تائين)، (5) امر جليل (اعزازي: 7 جنوري 1997ع



سنڌي لئنگئيج اٿارٽي جي عمارت

کان 5 مئي 1997ع تائين)، (6) عبدالحميد سنڌي (6 اپريل 1997ع کان 22 مئي 1998ع تائين)، (7) ڊاڪٽر غلام علي الانا (22 جولاءِ 1998ع کان پهرين آگسٽ 2001ع تائين)، (8) ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهيو (پهرين آگسٽ 2001ع کان 15 فيبروري 2005ع تائين)، (9) اين. ڊي. جتوئي (واڌو چارج: 16 فيبروري 2005ع کان 15 سيپٽمبر 2005ع تائين)، (10) عبدالقادر جوڻيجو (15 سيپٽمبر 2005ع کان 10 مئي 2008ع تائين) ۽ (11) ڊاڪٽر فهميده حسين (28 مئي 2008ع کان اڄ تائين).

اٿارٽيءَ جو پهريون سيڪريٽري مراد علي مرزا هو. سيڪريٽرين جي مقرريءَ جو تفصيل هن ريت آهي:

(1) مراد علي مرزا (1 جون 1991ع کان 8 ڊسمبر 1991ع تائين)، (2) عنايت الله جوڻيجو (16 مارچ 1992ع کان 20 نومبر 1993ع تائين)، (3) الله بخش شاهه بخاري (2 جون 1994ع کان 14 نومبر 1996ع تائين)، (4) شهزور علي طيباڻي (واڌو چارج: 4 نومبر 1996ع کان 3 ڊسمبر 1996ع تائين)، (5) عبدالرزاق اين چانڊيو (واڌو چارج: 3 ڊسمبر 1996ع کان 27 سيپٽمبر 1997ع تائين)، (6) تاج جويو (27 سيپٽمبر 1997ع کان 26 سيپٽمبر 2002ع تائين)، (7) اختر عنايت پرھڙي (9 سيپٽمبر 2002ع کان 14 آڪٽوبر 2003ع تائين)، (8) ماجد برفت (29 اپريل 2004ع کان 2 اپريل 2005ع تائين)، (9) غلام نبي بليدي (2 اپريل 2005ع کان 11 اپريل 2006ع تائين) جڏهن ته (11 اپريل 2006ع کان 9 نومبر 2008ع تائين باقاعدي ڪو به سيڪريٽري مقرر نه ٿيو اندروني انتظام هلائڻ لاءِ ڪانٽريڪٽ تي مقرر ڪيل ڪامران پٽي ۽ امتياز ابڙو ڪم هلائيندا رهيا.) (10) تاج جويو (10 نومبر 2008ع کان اڄ تائين).

**اداري جو ڪاروهنوار:**

**پهريون چيئرمئن: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (1991 کان 1993 تائين):** شروعاتي دور ۾ اٿارٽيءَ جي بورڊ آف گورنرس جي ھي گڏجاڻي 29 فيبروري 1992ع تي اٿارٽيءَ جي چيئرمئن ڪي اختيار ڏنو ته هو اٿارٽيءَ جي ڪم جي شروعات ڪرڻ لاءِ ضروري عملو پرتي ڪري. ان وقت جي سيڪريٽري، ثقافت ۽ سياحت عبدالحميد آخوند، سنڌ ميوزيم حيدرآباد ۾ اٿارٽيءَ کي فوري طور تي هڪ عارضي ڪمرو فراهم ڪيو. پهريون سيڪريٽري جناب مراد علي مرزا صاحب هو جنهن ڪانپوءِ جناب عنايت الله جوڻيجو سيڪريٽري مقرر ٿيو ۽ اٿارٽيءَ جي ڪمن جو آغاز ڪيو ويو. سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ مختلف رخن ۾ ڪم جي رٿابندي ڪئي وئي جيڪي هن طرح آهن.

(1) سائنسي مواد جي تياري، (2) سنڌي ٻولي ۽ خطاطيءَ جو مطالعو (3)سنڌي ٻوليءَ جي مختلف لهجن جو مطالعو، (4) جنس وار ۽ ڏنڌي وار لغتن جي تياري، (5) سنڌي لسانيات تي عملي ڪم، (6) لغتن جي تياري ۽ ڇپائي، (7)ٻين ٻولين جي ناياب ڪتابن جا سنڌي ترجما، (8) اڻلڀ ۽ ناياب دستاويزن جي ڇپائي، (9) مختلف اسلامي ڪتابن جي ڇپائي شروعاتي عرصي ۾ سائنسي مواد تي هيٺيان ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪيا ويا:

(1) ماڪيءَ جي مک، (2) ڪوريئڙو (3) ماڪوڙي، (4) اسان جون اکيون، (5) حياتيات (6) موٽر گاڏي ۽ ان جا پرزا.

سنڌي ٻوليءَ ۽ خطاطيءَ بابت هيٺيان ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيا ويا:

(1) سنڌي آوازن جا تبادلا، (2) سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي، (3) سنڌي صورتخطي، (4) ابوالحسن جي سنڌي، (5) مخدوم ضياءُ الدين ٺٽويءَ جي سنڌي، (6) سنڌي ٻوليءَ جو آڳاٽو منظوم ذخيرو.

ان ڪانسواءِ سنڌي ٻوليءَ جي مختلف لهجن تي تحقيق ڪرائي هيٺيان ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪيا ويا.

(1) سبيءَ جي ٻولي، (2) ماڻيلي ۽ اُباوڙي جي ٻولي، (3) ماڇر ڪڪرالي ۽ ڪاري جي ٻولي، (4) ٿرءِ ڍٽ جي ٻولي، (5) شڪارپور جي ٻولي.

جنس وار ۽ ڏنڌي وار لغت جي موضوع سميت چوڏهن مختلف ڏنڌن تي مشتمل خاص لفظ هٿ ڪيا ويا. جن ۾ لوهارن، سونارن، ناڻارن، ٻاناڻن، قالين سازن، رازن، ڪاشيگرن، چرِ وارن، جنڊيءَ وارن، ڪورين، ڪوهارن، واڍن ۽ ٻيڙياتن جي ٻوليءَ جا لفظ هٿ ڪيا ويا. جنهن کان پوءِ جنس جي حوالي سان، ٻوٽن، پکين ۽ جانورن مان گهوڙن، مڇين ۽ ان وغيره جي پيدائش ۽ پالنا کان مرڻ تائين استعمال ۾ ايندڙ لفظن کي گڏ ڪيو ويو لغتن جي تياري ۽ ڇپائيءَ جي سلسلي ۾ هيٺين لغتن تي ڪم شروع ڪيو ويو:

(1) هڪ جلدي جامع سنڌي (سنڌي لغت)، (2) 50000 (پنجاهه هزار) لفظن تي مشتمل، انگريزي- سنڌي لغت (3) جامع انگريزي- سنڌي لغت، (4) جواهر لغات سنڌي اڪيچار.

مٿين لغتن مان 'جواهر لغات سنڌي اڪيچار' ڇپرائي پڌري ڪئي وئي. ترجمي جي سلسلي ۾ ڪتاب 'حاصل النهج' ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو. جڏهن ته 'رشف الزلال' ڪتاب جو ترجمو ڪرائي ايڊٽ ڪرايو ويو اسلامي علمن جي سلسلي ۾ هيٺيان ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪيا ويا:

(1) سنڌي فقهي تحقيق جي ارتقا، (2) مخدوم ضياءُ الدين جي سنڌي، (3) قواعد القرآن.

ان کان سواءِ سنڌ ۾ ٻاراڻي ادب جي اشاعت جي کوٽ کي سامهون رکندي، ٻاراڻي ادب جا ٻه ڪتاب 'ناني سفوران' ۽ 'ٻاراڻا گيت' پڻ ڇپرائي پڌرا ڪيا ويا.

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي قيام بعد هن پهرئين دور ۾ سڄيءَ سنڌ مان سنڌي زبان ۾ مختلف موضوعن تي ڇپيل ڪتاب ادبي انعام رٿا هيٺ گهرايا ويا ته جيئن سنڌي ليکڪن جي همٿ افزائي ڪري سگهجي ۽ مختلف موضوعن تي سنڌي ٻوليءَ ۾ وڌيڪ ڪتاب لکجي ۽ ڇپجي سگهجن. ان ڏس ۾ ڪتاب انعامي مقابلي لاءِ گهرايا ويا، ڪتابن جي مواد، ٻوليءَ، ڇپائيءَ ۽ موضوع تي تفصيلي نظر وجهڻ لاءِ ٽن ججن/ اديبن تي مشتمل ڪاميٽي مقرر ٿي ۽ انعام لائق ڪتابن تي انعام ڏيڻ جو اعلان ڪيو ويو اهڙيءَ طرح هڪ لک روپين جي ماليت جا مختلف انعام سنڌي ليکڪن کي مليا.

**اٿارٽيءَ جي عمارت (ڪامپليڪس) جي تعمير:** اٿارٽيءَ جي ڪامپليڪس جي تعمير واسطي PC.I منظور ڪرائي وئي ۽ عمارت جي نقشي لاءِ ملڪي سطح جي ماهرن کان نقشا ٺهرائي تقابلي جائزو ورتو ويو مقابلي بعد هڪ نقشو منتخب ڪيو ويو پر حڪومت سنڌ حڪمنامو جاري ڪيو ته عمارت صرف 'بلڊنگ ڊپارٽمينٽ حڪومت سنڌ' جي تجويز ڪيل/ ڏنل نقشي مطابق تعمير ٿيندي. تنهنڪري سرڪار طرفان تيار ڪرايل نقشي موجب فيبروري 1994ع ۾ ڪامپليڪس جي پيڙهه جون جيهون کوٽيون ويون ۽ ان وقت جي وزيراعليٰ سنڌ، سيد عبدالله شاهه هن تقريب جو افتتاح ڪيو.

**ٻيو چيئرمئن: ڊاڪٽر نواز علي شوق (مارچ 1994 - مارچ 1995):** ڊاڪٽر نواز علي شوق مارچ 1994ع تي اٿارٽيءَ جو چيئرمين مقرر ٿي آيو. سندس دور ۾ الله بخش شاهه بخاري سيڪريٽري هو. هن دور ۾ بورڊ آف گورنرس جا پنج سرڪاري ۽ ٻيا غير سرڪاري ميمبر ميمبر هئا، جن ۾: (1) محترم حميد ايس هارون، (2) ڊاڪٽر ممتاز علي قاضي، (3) سراج الحق ميمڻ، (4) ڊاڪٽر تنوير عباسي، (5) علي مير شاهه، (6) ڊاڪٽر شفقت علي شاهه چاموٽ، (7) احمد علي خان، (8) غازي صلاح الدين، (9) ڊاڪٽر فرمان فتح پوري، (10) ڊاڪٽر علي مرتضىٰ ڌاريجو. ڪجهه عرصي بعد سراج الحق ميمڻ جي جاءِ تي ڊاڪٽر نبي بخش جي قاضي ۽ احمد علي خان جي جاءِ تي محترم نياز همايونيءَ کي ميمبر طور نامزد ڪيو ويو. ڊاڪٽر نواز علي شوق جي هڪ سال واري عرصي دوران اٿارٽيءَ جي بنيادي ٽن نقطن تي هن ريت ڪم ٿيو.

(1) سنڌي ٻوليءَ جي سکيا جي سلسلي ۾ درسي ڪتابن جي جائزي ڪاميٽيءَ جي نئين سرجوڙجڪ ڪئي وئي ۽ وڌيڪ ٻه ميمبر محمد حسين ڪاشف ۽ غلام رسول چنا هن ڪاميٽيءَ ۾ شامل ڪيا ويا. هن ڪاميٽيءَ سنڌي ٻئي ڪتاب جو اپياس ڪيو ۽ پهرئين سنڌي ڪتاب جو رهيل ڪم پورو ڪيو. هن دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جي سکيا جي سلسلي ۾ ٻه ڪتاب تيار ڪرايا ويا:

(1) مثالي ٻاراڻو ڪتاب، (2) سنڌي پرائمري ۽ ريڊر (استادن لاءِ هدايتون).

هن دور ۾ پهريون دفعو غير سنڌين لاءِ سنڌي ٻوليءَ جي ڪلاسن هلائڻ لاءِ اسڪيم تيار ڪئي وئي. گڏوگڏ ڪين پڙهائڻ لاءِ ’سنڌي ڪتاب‘ تيار ڪري ڪمپوز ڪرايو ويو.

(2) سنڌي ٻوليءَ جي درست استعمال جي سلسلي ۾ اخباري ٻوليءَ جي درست استعمال جي سلسلي ۾ ٻه ڪتاب تيار ڪرايا ويا:

(1) سنڌي اخبارن جي ٻوليءَ تي سرسري نظر، (2) سنڌي اخبارون ۽ سنڌي ٻولي.

لطيفيات جي موضوع تي مرزا قليچ بيگ جي تحقيق تي ٻڌل هيٺيان ڪتاب ڇپايا ويا: (1) شاهه جو رسالو (ڪچي ۽ پڪي جلد ۾)، (2) لغات لطيفي (ڪچي ۽ پڪي جلد ۾). لسانيات جي موضوع تي ٻه ڪتاب: (1) ’هندستان جي زبانن جو جائزو‘ (ترجمو)، سنڌي اخبارن جي ٻوليءَ تي سراسري نظر (ترتيب) ڇپايا ويا. سنڌو لڪت بابت عطا محمد ڀنڀري جا ترجمو ڪيل ٻه ڪتاب ’سنڌو لڪت ۽ ٻولي‘ ۽ ’سنڌو لڪت جو بين الاقوامي لکتن سان لاڳاپو‘ ڇپرائي پڌرا ڪيا ويا. ڀنڀري صاحب جا ٺي ترجمو ڪيل ٻه ڪتاب: (1) سنڌوءَ جو چوڙ وارو علائقو ۽ (2) سنڌ جو مهراڻ ڇپايا ويا. ان کان سواءِ ٻين ڪتابن ۾: (1) اترادي ٻولي (هدايت پريم)، (2) سياڻو ڪوري (ٻاراڻو ادب: ترجمو عطا محمد ڀنڀرو)، (3) ٻوليون لوليون ٻارن جون (ٻاراڻي شاعري: بيخود بلوچ) شامل آهن. ان کان سواءِ ان وقت جي وزيراعلىٰ جي خواهش موجب، مرزا قليچ بيگ جي ذاتي لائبريءَ جو جائزو وٺي ڇپائيءَ کان رهجي ويل ڪتابن کي شايع ڪرڻ لاءِ هڪ رٿا تيار ڪري، ثقافت کاتي حڪومت سنڌ جي حوالي ڪئي وئي. ان کان سواءِ ڊاڪٽر نواز علي شوق جي دور ۾ سنڌي انسائيڪلوپيڊيا بابت ابتدائي گڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ انسائيڪلوپيڊيا جو خاڪو ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ پيش ڪيو. مختلف ضلعن لاءِ ڪاميٽيون ٺاهي موضوع ڏنا ويا، پر ڊاڪٽر صاحب جي مدي پوري ٿيڻ سبب ان تي ڪو عمل نه ٿي سگهيو.

**ٽيون چيئرمئن: ڊاڪٽر نبي بخش. جي. قاضي: (1995ع کان 1996ع):** ڊاڪٽر نبي بخش. جي. قاضيءَ جي دور ۾ درسي ڪتابن جي جائزي ڪاميٽيءَ کي وڌيڪ فعال بنايو ويو ۽ سنڌي چوٿين ڪتاب کان سنڌي اٺين ڪتاب تائين ڪل پنج سنڌي درسي ڪتاب درست ڪري، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جي حوالي ڪيا ويا، سنڌ آرڪائيوز ڪامپليڪس، ڪراچيءَ ۾ سنڌي ڪلاس هلائڻ جو اهتمام ڪيو ويو. جتي ڊاڪٽر فهميده حسين جون خدمتون حاصل ڪيون ويون. هن دور ۾ جناب الله بخش شاهه بخاري سيڪريٽري هو ۽ بورڊ آف گورنرس جا ميمبر هن ريت هئا: (1) محترم حميد ايس هارون، (2) ڊاڪٽر ممتاز علي قاضي، (3) محترم نياز همايوني، (4) ڊاڪٽر تنوير عباسي، (5) محترم علي مير شاهه، (6) ڊاڪٽر شفقت علي شاهه چاموٽ، (7) محترم غازي صلاح الدين، (9) ڊاڪٽر فرمان فتح پوري، (10) ڊاڪٽر علي مرتضىٰ ڌاريجو. ان سان گڏ اٿارٽيءَ جي پهرئين ۽ ٻئي چيئرمئن جي دورن جا اڌ ۾ ڇڏيل ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪيا ويا، جن ڪتابن ۾: (1) ’سنڌ جي مڇي‘: ڪاري جي مڇي (ڊاڪٽر بلوچ)، (2) ’ڪينسري بيماريون‘، (3) ’سرير جي آتم ڪهاڻي‘، (4) ’اسان جو جسم‘ شامل آهن.

هن عرصي دوران مختلف اخبارن جي ٻوليءَ جي درست استعمال تي نظر رکڻ لاءِ هڪ ’مانيٽرنگ سيل‘ قائم ڪيو ويو ته جيئن سنڌي ٻوليءَ جي اخباري استعمال کي درست بنائي سگهجي.

الفابيٽ جي مستند ترتيب لاءِ جولاءِ 1995ع ۾ سنڌ جي ناميارن اسڪالرن کي دعوت ڏئي گذارش ڪئي وئي، سنڌي الف- ب جي جيڪا ترتيب سنڌ جي مختلف علائقن ۾ ڪجهه مختلف هئي. ان کي درست ڪري ’ادبي بورڊ جي لغتن‘ ۾ استعمال ٿيل ترتيب کي درست مڃيو ويو ۽ اهڙي پڌرائي جاري ڪئي وئي. ساڳئي عرصي ۾ اداري جي عمارت جو بلاڪ Aتيار ڪرائي، اٿارٽيءَ جي آفيس ’سنڌي مسلم هائوسنگ سوسائٽي‘ حيدرآباد مان نئين ڪامپليڪس ۾ منتقل ڪئي وئي ۽ بلاڪ Bجو ڪم شروع ڪرايو ويو.

**چوٿون چيئرمئن: ممتاز مرزا (اضافي چارج ڊسمبر 1996 کان جنوري 1997):** ممتاز مرزا صاحب کي اضافي چارج هيٺ اٿارٽيءَ جو چيئرمئن مقرر ڪيو ويو. هن دور ۾ سنڌ ميوزم جي اسسٽنٽ ڊائريڪٽر پلاننگ شهزور علي ٽيباڻيءَ کي اٿارٽيءَ جي سيڪريٽريءَ جي اضافي چارج ڏني وئي. بعد ۾ انهيءَ عرصي دوران مهراڻ آرٽس ڪائونسل جي ڊپٽي ڊائريڪٽر جناب عبدالرزاق اين چانڊيي کي سيڪريٽريءَ جي اضافي

چارج ڏني وئي. جڏهن ته بورڊ آف گورنرس جي ميمبرن جو وچور هن ريت هو: (1) حميد ايس هارون، (2) ڊاڪٽر ممتاز اي. قاضي، (3) ڊاڪٽر تنوير عباسي، (4) علي مير شاهه، (5) ڊاڪٽر شفقت علي شاهه جاموٽ، (6) نياز همايوني، (7) غازي صلاح الدين، (8) ڊاڪٽر فرمان فتح پوري، (9) ڊاڪٽر علي مرتضيٰ ڌاريجو رهيا. ممتاز مرزا صاحب ان عرصي ۾ شديدبيمار رهيو ۽ هڪ مهيني جي مختصر عرصي دوران اداري جو ڪو به ڪم نه ٿي سگهيو ۽ دل جي عارضي سبب ممتاز مرزا صاحب وفات ڪري ويو.

**پنجون چيئرمئن: اعزازي امر جليل (جنوري 1997 کان مئي 1997 تائين):** هي ڪجھ مهينا ناميارو ڪهاڻيڪار امر جليل اداري جو اعزازي چيئرمين رهيو. هن دور ۾ عبدالرزاق چانڊيو انچارج سيڪريٽري هو. اڳ مقرر ٿيل بورڊ آف گورنرس جو مدو ختم ٿي چڪو هو ۽ نئين بورڊ آف گورنرس لاءِ لکپڙهه ڪئي وئي، پر جيئن ته امر جليل صاحب جي اصل ملازمت اسلام آباد ۾ هئي ۽ مصروف رهڻ سبب اٿارٽيءَ جي آفيس ۾ ويهي نه سگهيو. انهيءَ عرصي ۾ رڳو ڪراچيءَ ۾ سنڌي ڪلاسن لاءِ نئين داخلا ٿي.

**ڇهون چيئرمئن: عبدالحميد سنڌي (5 مئي 1997 کان 21 جولاءِ 1998):** عبدالحميد سنڌي لڳ ڀڳ هڪ سال اٿارٽيءَ جو چيئرمئن رهيو. سندس دور ۾ 26 سيپٽمبر 1997ع تي تاج جويو هن اداري جو سيڪريٽري مقرر ٿي آيو. عبدالحميد سنڌي صاحب جي دور ۾ تاريخ، 2 مئي 1992ع کان ٽن سالن لاءِ بورڊ آف گورنرس جوڙڻ لاءِ سفارش ڪئي وئي ۽ جيڪي ميمبر مقرر ٿيا، تن ۾: (1) ڊاڪٽر غلام علي الانا، (2) محترم محمد ابراهيم جويو، (3) ڊاڪٽر فهميده حسين، (4) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، (5) ڊاڪٽر درشهوار سيد، (6) عبدالقادر جوڻيجو، (7) امر جليل، (8) ڊاڪٽر تنوير عباسي، (9) ڊاڪٽر شفقت حسين شاهه جاموٽ، (10) غازي صلاح الدين شامل آهن. هن عرصي ۾ ڪراچيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ ڪلاس جي ٻئي ٽرم جي ڀڄاڻي ٿي. حيدرآباد ۾ مهراڻ آرٽس ڪائونسل لطيف آباد جي سهڪار سان غيرسنڌين لاءِ سنڌي سکيا جا ڪلاس هلايا ويا ۽ ڪل ٻه ٽرم پورا ڪيا ويا. جڏهن ته ٽئين ٽرم ۾ داخلا ڪئي وئي. ان ڪانسواءِ صوبائي محتسب اعليٰ جي سيڪريٽريٽ ڪراچي جي سهڪار سان محتسب اعليٰ جي آفيس لاءِ 'محتسب جي قانون' جو سنڌي ترجمو ڇپرائي ڏنو ويو. ڊاڪٽر عمر بن دائودپوٽي ۽ مرزا قليچ بيگ جون ورسيون ملهايون ويون، انهن موقعن تي ٻه ڪتاب: (1) سون برابر سڳڙا (ڊاڪٽر دائودپوٽي جا مضمون، مرتب: انور فگار هڪڙو)، (2) مرزا قليچ بيگ (سنڌي ٻولي جرنل، خاص نمبر، مرتب: تاج جويو ۽ امين لغاري) ڇپايا ويا. 'سنڌي ٻولي' ٽماهي جا ٻه شمارا به ڇپايا ويا. ان کان سواءِ ڪوٽڙيءَ ۾ اردو ڳالهائيندڙن لاءِ سنڌي ڪلاس هلايا ويا. هن دور ۾ سيد حاڪم علي شاهه بخاري ۽ عثمان ميمڻ دادوءَ واري سان لکپڙهه ڪري انسائيڪلوپيڊيا لاءِ الف-ب جا سرا گهرايا ويا. سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ سان يارهين ڪلاس ۾ 'آسان سنڌي' (غير مادري زبان جي شاگردن لاءِ) ڪتاب جاري ڪرڻ لاءِ لکپڙهه ڪئي وئي.

**ستون چيئرمئن: ڊاڪٽر غلام علي الانا: (22 جولاءِ 1998 کان 31 جولاءِ 2001ع):** ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب جي سربراهيءَ ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب کان پوءِ سندس نقش قدم تي باقاعدي جوش ۽ جذبي سان ڪم ٿيو. مختلف ڪمن جو جائزو وٺي، ننڍيءَ مدت ۽ ڊگهيءَ مدت وارا پروگرام تشڪيل ڏنا ويا. اداري اندر نوان شعبا قائم ڪيا ويا. ڪم جي مناسب رٿابندي ڪري عمل درآمد شروع ڪيو ويو. سندس دور ۾ تاج جويو سيڪريٽري رهيو. هن عرصي دوران بورڊ آف گورنرس ۾: (1) محمد ابراهيم جويو، (2) امر جليل، (3) ڊاڪٽر تنوير عباسي، (4) ڊاڪٽر فهميده حسين، (5) عبدالقادر جوڻيجو، (6) ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي، (7) ڊاڪٽر حميده کهڙو، (8) شفقت حسين شاهه جاموٽ شامل هئا. ڊاڪٽر حميده کهڙو ۽ شفقت شاهه جاموٽ پوري دور ۾ گڏجاڻين ۾ شريڪ نه ٿيا. سرڪاري ميمبر بدستور ساڳيا رهيا.

هن عرصي ۾ سنڌي ٻوليءَ جي سکيا پروگرام هيٺ حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ 15 اسڪيل کان مٿي سنڌي نه ڄاڻيندڙ سرڪاري ملازمن ۽ عام شهرين لاءِ سنڌي زبان جي سکيا جا ڪلاس هلايا ويا. هن سلسلي ۾ ٽي ڪتاب: (1) درسي ڪتاب (ڀاڱو پهريون)، (2) درسي ڪتاب (ڀاڱو ٻيو)، (3) استادن لاءِ هدايتون ڇپرائي پڌرا ڪيا ويا.

سنڌ ۾ سرڪاري ۽ غير سرڪاري اسڪولن ۾ سنڌي مادري زبان ۽ غير مادري زبان پڙهندڙ شاگردن جي سنڌي ٻوليءَ جي سکيا جو جائزو وٺي يارهين ٻارهين ڪلاسن جي غير مادري زبان وارن شاگردن لاءِ آسان سنڌي ڪتاب جي ڇپائيءَ لاءِ سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ڄامشوري ۽ بيورو آف ڪريڪيوليم اينڊ ايڪسٽينشن ونگ، اسلام آباد سان لکپڙهه ڪئي وئي، ۽ اصولي طور فيصلو ٿيو ته 'آسان سنڌي' ڪتاب ڇپرائي، لاڳو ڪيو ويندو. پر تعليم کاتي ڪو خاص قدم نه کنيو.

هن دور ۾ غيرسنڌين کي سنڌي سيکارڻ لاءِ سنڌي لئنگئافون جو پئڪيج مڪمل ڪري مارڪيٽ ۾ آندو ويو. جنهن ۾ (1) ٽيڪسٽ بڪ ۽ (2) ورڪ بڪ سان گڏ ڇهن ڪئسٽن جو سيٽ تيار ڪري مارڪيٽ ۾ آندو.

'دفتري سنڌي' ڪتابن جي تياريءَ لاءِ ماهرن کي ڪم ڏنو ويو. 'دفتري لغت' لاءِ مختلف ماهرن کي آزمائڻ کان پوءِ نيٺ اهو ڪم رٽائرڊ آفيسر محمد پريل ابڙي جي حوالي ڪيو ويو. سائنسي توڙي ٻاراڻي ادب تي مختلف ڪتاب تيار ڪرايا ويا. جن مان: (1) 'هڪ سو هڪ سائنسي رانديون' (ترجمو)، (2) 'بنيادي ايجادون' ڪتاب ڇپجي پڌرا ٿيا.

هن دور ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تيار ڪيل: (1) هڪ جلدي سنڌي لغت، (2) اسان کي متان وساريو (گنگارام سمراٽ جي وساريل لفظن جي لغت)، (3) سريري نفسيات (ڊاڪٽر عبدالحميد ميمڻ)، (4) برصغير جي ٻولين جو لسانياتي جائزو (جي. اي گريئرسن جي ڪتاب جي هڪ حصي جو ترجمو: ڊاڪٽر فهميده حسين)، (5) سنڌ لئنڊ

روينيو قانون (ڀيو ڇاپو: مير محمد سولنگي) ڪتاب پڻ شايع ڪيا ويا.

ابلاغي ذريعن جهڙوڪ: اخبارن، ريڊيو ۽ ٽي وي ۽ تي سنڌي ٻوليءَ جي صحيح استعمال، درسي ڪتابن جي تياري ۽ ايڊٽنگ، پروف ريڊنگ ۽ بيهڪ جي نشانين بابت تربيتي ورڪشاپ ۽ سيمينار ڪرايا ويا. جڏهن ته آخري موضوع تي ٻه ادبي ڪلاس پڻ ٿيا. ڪمپيوٽر فانٽن ۽ ڪي بورڊ جي معيار بنديءَ لاءِ سيمينار ڪرايا ويا. عبدالماجد ڀرڳڙي صاحب سان آمريڪا ۾ رابطو ڪري، مائيڪروسافٽ ڪمپنيءَ سان 'يونيڪوڊ' ۾ سنڌيءَ جي شموليت، ان جي معيار بنديءَ وغيره بابت ڳالهائڻ لاءِ اٿارٽيءَ جو بااختيار نمائندو مقرر ڪيو ويو ڪي. بورڊ کي آخري شڪل ڏني وئي. هن دور ۾ حيدرآباد کان ٻاهر موري، لاڙڪاڻي ۽ ٻين شهرن ۾ سيمينار ڪرائي سنڌي ٻوليءَ جي درست استعمال بابت عملي مقالا پڙهيا ويا. مختلف دفترن ۽ سرڪاري ادارن کي سنڌيءَ ۾ لکپڙهه ڪرڻ لاءِ خط و ڪتابت ڪئي وئي. خانگي اسڪولن جو جائزو ورتو ويو، متن سنڌي پڙهائڻ لاءِ زور بار وڌو ويو. ان کان سواءِ هن دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جي مختلف ادبي صنفن تي سيمينار ڪرايا ويا. لوڪ ادب جي سلسلي ۾ ليڪچر پروگرام ٿيا ۽ سگهڙن جون ڪچهريون منعقد ڪرايون ويون.

هن دور ۾ باقاعدي انسائيڪلوپيڊيا سيل مقرر ڪري، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا تي ڪم شروع ڪرايو ويو. مخير حضرات کان مالي مدد ورتي وئي. ان ڏس ۾ حميد آخوند خاص مدد ڪئي. انسائيڪلوپيڊيا سيل ۾ نامياري محقق محمد اسماعيل شيخ جي نگرانيءَ ۾ ڪارڪن مقرر ڪري ڪم شروع ڪيو ويو. پهريون جلد الف کان پ اکر تائين تيار ٿيو. جنهن جي پريس ڪاپي محترم حميد آخوند جي حوالي ڪئي وئي، جنهن هيرالڊ پريس ذريعي، هارون فيمليءَ جي مالي مدد سان 2000 ڪاپين جي ڇپائي به شروع ڪرائي، پر ڊاڪٽر الانا صاحب جي مدي پوري ٿيڻ بعد هي ڪم رُڪجي ويو ۽ انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جلد پهرئين جي اشاعت نه ٿي سگهي.

**اٺون چيئرمئن: ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهيو ( 01.8.2001 کان 15.2.2005 تائين):** ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهيي جي دور ۾ به سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ ۽ ترويج بابت ڪم ٿيو هن دور ۾ هڪ سال تائين تاج جويو سيڪريٽري رهيو، جنهن کانپوءِ اختر عنايت ڀرڳڙي سيڪريٽري مقرر ٿي آيو ۽ هڪ سال تائين مس رهيو، جنهن بعد ماجد برفت سيڪريٽري ٿيو. اهڙيءَ ريت ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهئي جي دور ۾ ٽن سيڪريٽرين ڪم ڪيو. هن عرصي ۾ اڳ جوڙيل بورڊ آف گورنرس جو مدو پورو ٿيڻ ڪري نئون بورڊ آف گورنرس مقرر ٿيو، جنهن جي ميمبرن ۾: (1) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، (2) سيد هاشم رضا، (3) جناب مظهرالحق صديقي، (4) ڊاڪٽر جميل جالبي، (5) ڊاڪٽر محمد شريف ميمڻ، (6) جناب الله بخش سومرو، (7) جناب فرمان فتح پوري، (8) جناب ڊاڪٽر محمد سليمان شيخ، (9) عبدالقادر جوڻيجو (10) جناب نواز علي شوق، (11) ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو شامل هئا. هن عرصي ۾ پڻ سنڌي ٻوليءَ کي ڪمپيوٽرائي آڻڻ ۽ ايندڙ وقت جي گهرجن کي منهن ڏيڻ لاءِ Information Technology (معلوماتي فن) جي استعمال ۽ سنڌي ڪمپيوٽنگ جي ترقيءَ لاءِ سنڌي ڪمپيوٽنگ جي ماهر عبدالماجد ڀرڳڙي جي صدارت ۾ سيمينار ٿيو. ماضيءَ جي ڪم جي روشنيءَ ۾ ونڊوز ايڪس پي (Windows XP) ۾ سنڌي ڪي بورڊ انسٽاليشن ۾ ڪاميابي حاصل ٿي. سنڌي ٻوليءَ جي ترقي ۽ استعمال بابت هڪ مذاڪرو ڪرايو ويو، جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جا عالم، دانشور، اديب ۽ صحافي شريڪ ٿيا. مذاڪري ۾ ٺهراءُ پاس ڪرايا ويا ته:

(1) خانگي توڙي سرڪاري اسڪولن ۾ سيني شاگردن لاءِ ٽئين ڪان ٻارهين درجي تائين سنڌي مضمون لازمي طور پڙهايو وڃي.

(2) يونيورسٽين ۽ ٻين ادارن جي دفترن ۾ لکپڙهه سنڌيءَ ۾ ڪئي وڃي.

(3) سنڌي ڪمپيوٽنگ سسٽم جي همت افزائيءَ طور مختلف ادارن ۾ سنڌي ڪي پنج آپريٽرن جي پوسٽ منظور ڪئي وڃي.

(4) اليڪٽرانڪ ميڊيا (ريڊيو ۽ ٽي وي) تي سنڌي سيکارڻ جا ڪلاس هلايا وڃن.

(5) سنڌ سرڪار جي ملازمن جي ترقي ۽ لاءِ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇهن مهينن جو ڊپلوما ڪورس لازمي قرار ڏنو وڃي.

(6) روڊن رستن تي فاصلو ڏيکاريندڙ پٿرن، ٽريفڪ جي نشانين ۽ دفترن ۾ نالن ۽ عهدن جي تختين کي سنڌي ٻوليءَ ۾ لکيو وڃي.

(7) سرڪاري ۽ خانگي تعليمي ادارن ۾ هڪجهڙو نصاب مقرر ڪيو وڃي.

سنڌي ٻوليءَ جي ترقي ۽ استعمال ۽ اُپائن لاءِ عالمن ۽ اديبن تي مشتمل ڪاميٽيون جوڙيون ويون ۽ مختلف لفظن جي استعمال بابت لکت ۾ تجويزون ورتيون ويون. دفترن ۾ سنڌي لکپڙهه لاءِ ناظمن سان لکپڙهه ڪئي وئي. دفتري استعمال سان گڏ جمر، موت ۽ نڪاح جي داخلا وارا ڪاغذ سنڌي ٻوليءَ ۾ تيار ڪرايا ويا.

اشاعتي ڪم جي ڏس ۾ هيٺيان ڪتاب ڇپجي پڌرا ٿيا:

(1) سنڌ لوڪل گورنمينٽ آرڊيننس (2001ع) جو سنڌي ترجمو، (2) 1950ع ۾ جاري ٿيل ٽيننسي ايڪٽ جو سنڌي ترجمو 'هارپ جو قانون'، (3) ٻارن لاءِ ڪتاب 'ڏاها پائر'، (4) شاهه لطيف جي ڪلام جي لغت 'روشني' (ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ)، (5) اردو- سنڌي لغت (سنڌيڪا جي سهڪار سان)، (6) 'اي مينوئيل آف سنڌي' (ڊولي مل جو تيار ڪيل ڪتاب محمد ابراهيم جويي جي نظرثانيءَ سان)، (7) جتڪي ٻولي، (8) سنڌ جا ميوا، (9) سنڌي ٻوليءَ ۾ انگن جو ڪارج (ڊاڪٽر غلام قادر سومرو)، (10) مريخ تي حملو (نصير سارنگ ترجمو)، (11) شاهه لطيف اينڊ دي ماڊرن ورلڊ (پروفيسر اڪرم انصاري)، (12) فرهنگ همايوني (مرتب: نياز همايوني)، (13) سوشيالاجيءَ جي لغت (ڊاڪٽر تنوير جوڻيجو)، (14) سنڌي ادب جي تاريخ (جلد پهريون ۽ ٻيو، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (15) سنڌي ٻوليءَ جون آراڌيون (محمد عمر چنڊ)،

(16) ٻارن لاءِ سنڌي- انگريزي لغت (پروفيسر بشير احمد منگي)، (17) سنڌي براهوي لغت (داد محمد خادم بروهي)، (18) نئين جامع سنڌي لغات جلد 1 (ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ)، (19) 'شاهه لطيف ۽ سنڌي سماج' عنوان هيٺ هڪ 'ڪانفرنس پڻ ٿي، جنهن ۾ وفاقي وزير عبدالحفيظ شيخ ۽ سنڌ جي عالمن ۽ اديبن شرڪت ڪئي.

بورڊ آف گورنرس جي ٽيرهين گڏجاڻي 21 جنوري 2003 ع ۾ فيصلو ڪرائي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي هال کي نامياري عالم ۽ اديب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي نالي سان منسوب ڪيو ويو ۽ اٿارٽيءَ جي ٻاهرئين بلاڪ ۾ قليچ ڪتاب گهر ۽ ثقافتي ڊسپلي سينٽر قائم ڪيو ويو.

**نائون چيئرمئن: اين ڊي جتوئي (واڌو چارج 16.2.2005 کان 15.9.2005 تائين):** اين ڊي جتوئي، سنڌ ثقافت کاتي ۾ ڊائريڪٽر جنرل هو. ڪيس اٿارٽيءَ جي چيئرمئن شپ جي واڌو چارج سونپي وئي. جنهنڪري هن مختصر عرصي دوران ڪم جي ڪا خاص پيش رفت نه ٿي سگهي. هن دور ۾ ماجد برفت سيڪريٽري هو.

**ڏهون چيئرمئن: عبدالقادر جوڻيجو (15.9.2005 کان 10.5.2008 تائين):** نامياري ليکڪ ۽ ڊرامہ نويس عبدالقادر جوڻيجي جي دور ۾ غلام نبي بليدي سيڪريٽري هو. هن دور ۾ سکيا ڪلاس شروع ڪيا ويا. سنڌي سکيا ڪلاسن جي ٽرم (ڊسمبر 2005ع کان مارچ 2006ع) جي افتتاحي تقريب ڪئي وئي، جنهن ۾ ضلعي حيدرآباد جي ناظم به شرڪت ڪئي. هن دور ۾ (1) 'مادري ٻوليءَ جي اهميت ۽ ان جو استعمال' بابت 21 فبروري 2006ع تي مذاڪرو، (2) 'ميڊيا ۽ سنڌي ٻولي' جي عنوان تي ليڪچر، سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر مظهرالحق صديقيءَ جي صدارت ۾، (3) 'سنڌي ٻوليءَ جي بگاڙ جي مسئلي' جي عنوان تي تاج جويي جو ليڪچر، (4) اخبارن جي سب ايڊيٽرن ۽ پروف ريڊرن جي لاءِ ٻن ڏينهن جو تربيتي ورڪشاپ، (5) شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي 263هين عرس جي موقعي تي سنڌي لئنگئيج اٿارٽي ۽ ثقافت کاتي سنڌ جي گڏيل سهڪار سان ٻن ڏينهن واري 'شاهه عبداللطيف ادبي ڪانفرنس' جا پروگرام ٿيا.

هن دور ۾ بورڊ آف گورنرس جي مدي پوري ٿيڻ ڪري نئون بورڊ آف گورنرس مقرر ٿيو جنهن ۾ دستورن 5 سرڪاري ميمبرن کانسواءِ غير سرڪاري ميمبر: (1) محمد ابراهيم جويو (2) ڊاڪٽر نواز علي شوق، (3) سيد حاڪم علي شاهه بخاري، (4) محمد پناهه ڦرڙو، (5) بلاول اوٺو، (6) محمد امين نهڙيو، (7) عبدالرزاق درس، (8) محمد اشرف سمون، (9) الطاف شيخ، (10) شوڪت حسين شورو، (11) مدد علي سنڌي هئا.

هن دور ۾ اشاعتي ڪم هيٺيون ٿيو:

(1) تحقيق جو فن ۽ ان جا اصول، (2) سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا (ڊاڪٽر غلام علي الانا)، (3) سنڌي- سنڌي- انگريزي لغت (عبدالرشيد ميمڻ)، (4) هڪ جلدي سنڌي لغت (ڊاڪٽر بلوچ)، (5) سنڌي ادب جي تاريخ (جلد ٽيون: ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (6) سنڌي ٻوليءَ جا محقق ۽ ان جي تحقيق (ڊاڪٽر هدايت پريم)، (7) پرنٽ ٽيڪنالاجيءَ جي لغت (امين لغاري)، (8) سر شاهه، سمنڊ (استاد امير علي)، (9) هندي- سنڌي لغت (ترجمو: محمد پناهه ڦرڙو)، (10) قانون جي لغت (خليل الرحمان شيخ)، (11) سنڌيءَ ۾ شاعريءَ جو صنفون ۽ صنعتون (ظفر عباسي)، (12) سنڌي ۽ عربي ٻولين جو لغوي ڳانڍاپو (ڊاڪٽر مدد علي قادري)، (13) سنڌي ٻوليءَ جو درياهي لهجو (نواز رڪڻائي)، (14) نئين جامع سنڌي لغات (جلد ٽيون: ڊاڪٽر بلوچ)، (15) شاهه لطيف، سنڌي ٻولي ۽ سماج (مرتب: خالد آزاد، (16) سنڌيءَ ۾ ٻاراڻي شاعريءَ جي اينٿالاجي (غلام مصطفيٰ سولنگي)، (17) سنڌي زبان جي ماهيت (ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)، (18) سنڌي ٻوليءَ بابت مقالا ۽ مضمون، جلد1، 2، 3 (مرتب: ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو، خان محمد جروار ۽ آزاد انور ڪانڌڙو)، (19) شاهه جو رسالو (قليچ بيگ: ڀيو ڇاپو)، (20) سنگيت سنسار (محمد عثمان ميمڻ ۽ سيد حاڪم علي شاهه بخاري)، (21) ٻوليءَ سندا ٻول (شهيد سومرو).

**يارهين چيئرپرسن ڊاڪٽر فهميده حسين (28 مئي 2008 کان اڄ تائين):** 28 مئي 2008ع کان سنڌي ٻوليءَ جي نامور اسڪالر ۽ لسانيات جي ماهر ڊاڪٽر فهميده حسين، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي چيئرپرسن جي حيثيت ۾ چارج ورتي. اداري جي انتظامي ڪاروهنوار ۽ مالياتي معاملن کي بهتر بڻائڻ ۽ فنڊن جي واڌ ڏانهن ڌيان ڏنو ويو ۽ غير فعال شعبن کي متحرڪ ڪيو ويو. ڊاڪٽر صاحبہ جي تجويز سان 10 نومبر 2008ع تي تاج جويي کي سنڌ سرڪار اداري جو هڪ ڀيرو ٻيهر سيڪريٽري مقرر ڪيو. هن دور ۾ نئون بورڊ آف گورنرس جوڙيو ويو، جنهن ۾ 5 سرڪاري ميمبر ۽ ٻيا غير سرڪاري ميمبر هن ريت مقرر ٿيا:

(1) محمد ابراهيم جويو، (2) سيد حاڪم علي شاهه بخاري، (3) پروفيسر سيد قلندر شاهه لڪياري، (4) تاجل بيوس، (5) سرفراز راڄڙ، (6) ڊاڪٽر سحر امداد، (7) پروفيسر ڊاڪٽر پروين شاهه، (8) نذير ناز، (9) لعل بخش منگي، (10) ڊاڪٽر نواز علي شوق، (11) ڊاڪٽر قمر واحد، (12) سيد علي احمد شاهه.

هن عرصي ۾ هيٺيان سيمينار ۽ مذاڪرا ٿيا:

(1) 21 جون 2008ع تي 'سنڌي ٻوليءَ جا اهڃاڻ ۽ محاورا' جي عنوان هيٺ سيمينار ٿيو جنهن جي صدارت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪئي ۽ خاص مهمان ثقافت واري وزير محترمہ سسئي پليجو هئي. سيمينار ۾ مختلف عالمن ۽ اديبن پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيو.

(2) 4 نومبر 2008ع تي 'سنڌي صورتخطيءَ جا مسئلا ۽ ان جو حل' جي عنوان تي مذاڪرو ٿيو جنهن جي صدارت محمد ابراهيم جويي ڪئي ۽ مذاڪري ۾ مختلف اديبن ڄاڻايل عنوان تي پنهنجا ويچار ونديا.

(3) 11 نومبر 2008ع تي 'سنڌي ٻولي ۽ ادب جي صورتحال' تي مذاڪرو ٿيو جنهن ۾ مختلف عالمن ۽ اديبن شرڪت ڪئي.

(4) 20 نومبر 2008ع تي 'سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻارن جي ادب جي اهميت' جي عنوان تي سيمينار ڪرايو ويو. جنهن جي صدارت نامور اديب محمد ابراهيم جويي ڪئي.

(5) 27 جنوري 2009ع تي 'سنڌي درسي ڪتابن جي ٻولي' جي عنوان تي سيمينار ڪرايو ويو. جنهن جي صدارت ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ ڪئي.

(6) 21 فيبروري 2009ع تي مادري ٻولين جي عالمي ڏينهن جي حوالي سان 'جديد دور ۾ مادري ٻوليءَ جي اهميت' جي عنوان سان سيمينار ڪرايو ويو. جنهن جي صدارت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪئي.

(7) 7 مارچ 2009ع تي 'پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا جي ٻولي' بابت لاڙڪاڻي ۾ سيمينار ڪرايو ويو. جنهن ۾ ٻه نشستون ٿيون. پهرين نشست جي صدارت ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻيءَ ڪئي، جڏهن ته ٻي نشست جي صدارت ڊاڪٽر بشير احمد شاد ڪئي.

(8) 28 اپريل 2009ع تي 'سنڌي ٻولي ۽ سنڌو تهذيب' عنوان تي قومي سطح تي ڪانفرنس منعقد ڪرائي وئي. ڪانفرنس ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌو تهذيب سان لاڳاپيل موضوعن تي چئني صوبن کان آيل عالمن ۽ ماهرن تحقيقي مقالا پڙهيا. پهرين نشست 'سنڌي ٻولي ۽ سنڌو لکت' جي عنوان تي هئي، صدارتي پئنل ۾ محمد ابرهيم جويو، وزير ثقافت محترم سسئي پليجو، سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر مظهرالحق صديقي، سراج الحق ميمڻ، احسن واگها (اسلام آباد)، جاويد چانڊيو (بهاولپور)، اقبال قيصر (لاهور)، پروفيسر سوسن بروهي (ڪوئٽه) ۽ ڊاڪٽر حيدر سنڌي (اسلام آباد) شامل هئا. سيمينار جي ٻي نشست 'سنڌو تهذيب' جي عنوان تي هئي، صدارتي پئنل ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، حميرا علواڻي (ميمبر سنڌ اسيمبلي)، ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر راج ولي شاهه خٽڪ (پشاور)، ڊاڪٽر سليمان شيخ، ڊاڪٽر حبيب الله صديقي، سيد حاڪم علي شاهه بخاري، بدر ابڙو ۽ مستور بخاري شامل هئا، جڏهن ته اختتامي نشست ۾ راڳ رنگ جي محفل ٿي.

(9) 7 آڪٽوبر 2009ع تي 'ترجمي جو فن، اهميت ۽ سکيا' جي عنوان هيٺ هڪ تربيتي ورڪشاپ ڪرايو ويو. جنهن جي صدارت محمد ابراهيم جويي ڪئي ۽ عبدالقادر جوڻيجي پنهنجا ويچار ونڊيا.

(10) 13 آڪٽوبر 2009ع تي 'قومي تعليمي پاليسي ۽ سنڌي ٻولي' جي عنوان سان مذاڪرو ڪرايو ويو. جنهن جي صدارت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪئي، مذاڪري ۾ سنڌ جي هاڪارن اديبن شرڪت ڪئي.

(11) 22 جنوري 2010ع تي 'سنڌي ٻولي قومي ٻولي ڇو نه؟' عنوان تي هڪ مذاڪرو منعقد ڪرايو ويو. جنهن جي صدارت محمد ابراهيم جويي ڪئي.

(12) 21 فيبروري 2010ع تي 'بين الاقوامي تناظر ۾ سنڌي ٻوليءَ جو مستقبل' تي سيمينار ڪرايو ويو. جنهن جي صدارت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪئي.

(13) 28 سيپٽمبر 2010ع تي 'ڪمپيوٽر تي سنڌيءَ مان رومن ٽرانسليشن ۾ پيش ايندڙ مشڪلاتون' جي عنوان تحت مذاڪرو ڪرايو ويو. جنهن ۾ اسلام آباد مان خاص دعوت تي عطش دراني‌ءَ شرڪت ڪئي.

(14) 28 جنوري 2011ع تي 'سنڌي ٻولي قومي ٻولي ڪيس' بابت مذاڪرو ٿيو جنهن جي صدارت محمد ابراهيم جويي ڪئي، خاص مهمان وزير ثقافت سسئي پليجو هئي. مذاڪري ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا، حميد سنڌي، قاضي خادم، امداد حسيني، ڊاڪٽر حبيب الله صديقي، سرفراز راڄڙ، پروفيسر قلندر شاهه لڪياري، ڊاڪٽر سحر امداد، تاج جويي ۽ پروفيسر اعجاز قريشي ۽ ٻين شرڪت ڪئي.

(15) 21 فيبروري 2011ع تي 'پاڪستان جون قومي ٻوليون' جي عنوان سان سيمينار ڪرايو ويو جنهن جي صدارت محمد ابراهيم جويي ڪئي. خاص مهمان وزير ثقافت سسئي پليجو هئي، سرفراز راڄڙ (صلاحڪار وزير اعلىٰ سنڌ)، نواب تيمور ٽالپر، ميمبر صوبائي اسيمبلي ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا هئا. سيمينار ۾ محترم مظهر جميل (اردو زبان جي نمائنده اديب)، ڊاڪٽر عبدالحڪيم بلوچ (بلوچي زبان جو نمائنده اديب)، ڊاڪٽر شائسته نزهت (پنجابي زبان جي نمائنده اديبه)، سعدالله جان 'برق' (پشتو زبان جي نمائنده اديب ۽ صحافي) ۽ ڊاڪٽر حبيب الله صديقي (سنڌي زبان جي نمائنده اديب) مقالا پڙهيا.

ان ڪان علاوه هن دور ۾ ٻين ادارن ۽ تنظيمن سان گڏجي 100 کان مٿي سهڪاري پروگرام ڪرايا ويا.

اٿارٽيءَ جي بورڊ آف گورنرس جو مدو 4 جون 2011ع تي ختم ٿي ويو ۽ نئين بورڊ آف گورنرس جي لاءِ لکپڙهه شروع ڪئي وئي. 5 جون 2011ع تي ٽن سالن لاءِ سنڌ سرڪار نئون بورڊ آف گورنرس جوڙيو. جنهن جا ميمبر هن ريت مقرر ڪيا ويا: (1) محمد ابراهيم جويو، (2) ڊاڪٽر غلام علي الانا، (3) سرفراز راڄڙ، (4) ڊاڪٽر پروين شاهه، (5) ڊاڪٽر حبيب الله صديقي، (6) ڊاڪٽر تنوير جوڻيجو، (7) سيد حاڪم علي شاهه بخاري، (8) پروفيسر سيد قلندر شاهه لڪياري، (9) امداد حسيني، (10) لعل بخش منگي، (11) نذير ناز، (12) نورالهدىٰ شاهه، (13) نذر محمد ڳاهو.

ڊاڪٽر فهميده حسين، اڳوڻن سربراهن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا جي شروع ڪرايل جامع علمي رٿائن مان اڄڻ شرط 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا' جي ڪم کي نئين سر شروع ڪرايو ۽ باقاعدي پهرين سيل ۽ پوءِ BOG جي منظوريءَ سان 'ڊاڪٽر غلام علي الانا انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا ريسرچ سينٽر' قائم ڪري، پراجيڪٽ ڊائريڪٽر ۽ اسٽاف مقرر ڪري، ان جا هن وقت تائين 7 جلد ڇپايا ويا آهن. 'دفتري لغت' ۽ ٻين ڪتابن جي اشاعت لاءِ عملي قدم کنيا ويا. ان ڪانسواءِ گهٽي عرصي کان بند پيل تحقيقي جرنل 'سنڌي ٻولي' جا پرچا تيار ڪرائي ڇپرايا، جيڪي هر ٽئين مهيني مستقل ڇپجندا رهن ٿا ۽ هن وقت تائين 1 شمارا ڇپجي چڪا آهن. حيدرآباد،

لاڙڪاڻي، ڪراچيءَ، مٺيءَ ۽ ٻين شهرن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ ۽ درست استعمال جي ڏس ۾ سيمينار، ورڪشاپ، ڪانفرنسون ۽ ادبي پروگرام ڪرايا ويا. سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻولي قرار ڏيارڻ لاءِ عالمن جي مشاورت سان هڪ اهم ڊرافٽ تيار ڪرائي، قومي اسيمبليءَ ۾ پيش ڪرڻ لاءِ صوبائي وزير ثقافت محترمه سسئي پليجو ۽ مرڪزي وزير ثقافت پير آفتاب شاهه جيلانيءَ کي ڏنو ويو. سنڌ جي اسڪولن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي تعليم کي يقيني بڻائڻ لاءِ پرائيوٽ اسڪولن سان گڏ تعليم کاتي حڪومت سنڌ کي خط لکيا ويا. گورنر هائوس، ڪراچيءَ ۾ ٿيل گڏجاڻيءَ ۾ وزيراعليٰ، وزير تعليم ۽ اعليٰ اختيارين اڳيان سموري صورتحال چيئرپرسن ڊاڪٽر فهميده حسين طرفان رکي وئي ۽ انهن جي مانيٽرنگ لاءِ گذارش ڪئي وئي. جنهن جي نتيجي ۾ ڊائريڪٽوريٽ آف پرائيويٽ اسڪولس کي فعال ڪيو ويو. سرڪاري ۽ پرائيويٽ اسڪولن جي ڊائريڪٽوريٽ کي تاڪيدي خط لکيا ويا. سنڌ حڪومت جي ادارن ۽ خانگي دفترن ۾ سنڌي ٻولي کي يقيني بڻائڻ لاءِ ڪيترا خط لکيا ويا. وزيراعليٰ سنڌ، صوبائي وزيرن ۽ بااختيار عملدارن سان ان ڏس ۾ عملي قدم کڻڻ لاءِ لکپڙهه ڪئي وئي. ترجمي ۽ ٽرانسليٽريشن لاءِ نئون شعبو قائم ڪيو ويو، جنهن طرفان ڪيترا ڪتاب تيار ڪرائي ڇپايا ويا. سنڌي لغتن جي تياريءَ لاءِ سنڌي ڊڪشنري بورڊ جي قيام لاءِ سرڪار سان لکپڙهه ڪري اسڪيم منظور ڪرائي وئي ۽ ’سنڌي ڊڪشنري سيل‘ قائم ڪري ڪم شروع ڪرايو ويو آهي. سنڌي ڪمپيوٽنگ سسٽم کي بهتر بڻائڻ ۽ سنڌيءَ ۾ مختلف سافٽ ويئرن جي تياريءَ لاءِ ’سنڌي انفرميٽڪس شعبي‘ کي وڌايو. شاهه جي رسالي جي سي. ڊي، سنڌي سکيا سافٽ ويئر، سنڌي ونڊوز سکيا جا سافٽ ويئر وغيره تيار ڪرايا ويا آهن. ٻارن جي ادب واري شعبي کي فعال ڪري، ٻارن لاءِ ڪتابن شايع ڪرڻ سان گڏ نصابي ڪتابن ۾ موجود ٻارن جي نصابي گيتن ۽ نظمن جون آڊيو سي ڊيون تيار ڪرايون ويون. حيدرآباد جي مختلف علائقن لطيف آباد، قليلي (پريٽ آباد) ۽ ڪراچيءَ ۾ سنڌي نه ڄاڻندڙ شهرين لاءِ ’سنڌي سکيا جا ڪلاس‘ هلايا ويا آهن. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان ’آئيي سنڌي سکيون‘ پروگرام شروع ڪرايو ويو ۽ ساڳئي پروگرام جو ڪتاب ڇپائي، ان سان گڏ سي. ڊي به شامل ڪئي وئي. هي پروگرام ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان مسلسل هلندڙ آهي. ’انڊومينٽ فنڊ ٽرسٽ فار پرزرويشن آف هيريٽيج آف سنڌ‘ جي سهڪار سان اٿارٽيءَ اندر هڪ جديد طرز جو سائونڊ اسٽوڊيو تيار ڪرائي، BOG جي منظوريءَ سان ان جو نالو ’محمد ابراهيم جويو اسٽوڊيو‘ رکي، ان کي رڪارڊنگ جي لائق بڻايو ويو آهي، جتي سگهڙ ڪچهريون، سنڌ جي نامور اديبن جي انٽرويوئن ۽ شاهه جي راڳ جي رڪارڊنگ جو ڪم جاري آهي. لائبرريءَ لاءِ نون ڪتابن جي خريداري ڪئي وئي آهي، جيڪا وقت به وقت جاري آهي. لائبرريءَ م جمال رند (مرحوم)، زاهد علي مگسي (مرحوم)، ۽ غلام محمد ميمڻ ’مخدوم‘ جي نالي سان ڪارنر قائم ڪيا ويا آهن. غلام محمد ميمڻ صاحب هزارن جي تعداد ۾ لائبرريءَ کي ڪتاب مهيا ڪيا آهن. تازو سعودي عرب مان به ڪافي ڪتاب موڪليا اٿس. بائنڊنگ سيڪشن قائم ڪرائي، پراڻا ڪتاب، اخبارون ۽ اهم ناياب رسالا جلد بند ڪرايا ويا آهن. اٿارٽيءَ جي ڪتابن سان گڏ ٻين ادارن جي ڪتابن جي وڪري کي بهتر بڻايو ويو آهي. اهڙيءَ ريت مختلف شعبن جي جوڙجڪ بهتر بڻائي وئي آهي. اٿارٽيءَ جي ملازمن جي مستقل مفاد ۽ مستقبل جي تحفظ لاءِ بورڊ آف گورنرس کان سندن پينشن ۽ گريچوئيٽي منظور ڪرائي وئي آهي، جن ملازمن جي مستقلي رهيل هئي، تن جي مستقليءَ جا آرڊر ڪڍيا ويا آهن.

ڊاڪٽر فهميده حسين جي نگرانيءَ ۾ مختلف شعبن جي ڪارڪردگي هيٺين ريت آهي:

**اداري جو پروگرام ۽ ٽريننگ شعبو:** اداري جو هي اهم شعبو اٿارٽيءَ جي بنيادي مقصدن، سنڌي ٻوليءَ جي سکيا، استعمال، ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ ڪم ڪندو رهي ٿو. سنڌي ٻوليءَ جي سکيا لاءِ هن شعبي جي نگرانيءَ هيٺ هن وقت تائين حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جي مختلف علائقن ۾ اردو ڳالهائيندڙ آباديءَ لاءِ ”سنڌي سکيا جا ڪلاس“ هلايا ويا آهن. جڏهن ته اداري ۾ سڄيءَ سنڌ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ڌار ڌار لهجن، محاورن، اخبارن ۽ رسالن جي ٻوليءَ، نصابي ڪتابن جي ٻوليءَ، دفترن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي استعمال ۽ ترقيءَ بابت وقت به وقت ڪيترا سيمينار، مذاڪرا، ليڪچر، ورڪشاپ ۽ ڪانفرنسون ڪرايون ويون آهن. سنڌي ٻوليءَ بابت 40 کان مٿي پروگرام ڪيا ويا آهن. 12 سنڌي اخبارن جي ٻوليءَ جي مانيٽرنگ ڪري، هفتيوار رپورٽون موڪليون وينديون. ريڊيو جي ٻوليءَ جي پڻ مانيٽرنگ ڪئي ويندي آهي.

**پبليڪيشن ۽ پراڊڪشن شعبو:** هي اداري جو ٻيو اهم شعبو آهي، جيڪو اداري جي قيام سان گڏ ئي قائم ٿيو. هيءُ شعبو ڪتابن جي معياري چونڊ، ايڊيٽنگ، ڪمپوزنگ، اشتهارن ۽ ڇپائيءَ جي سمورن مرحلن جي نگراني ڪندو آهي. هن شعبي 80 کان وڌيڪ ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيا. ان کان سواءِ ’سنڌي ٻولي‘ تحقيقي جنرل جا شمارا، نيوزليٽر، ساليانيون ڪارڪردگي رپورٽون، شاهه عبداللطيف ڀٽائي ڪانفرنس ۽ ٻولي ڪانفرنس جا سووينيئر پڻ ڇپايا ويا آهن.

پبليڪيشن ۽ پراڊڪشن شعبي جو ڊائريڪٽر امين محمد لغاري آهي، جڏهن ته پبليڪيشن آفيسر ٻهرين خالد آزاد ۽ هن وقت خان محمد جروار خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي.

هن عرصي دور پڌري ٿيندڙ مکيه ڪتابن ۾: (1) سنڌي ٻوليءَ بابت مقالا ۽ مضمون (جلد III)، (2) سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري، (3) جانورن جو بادشاهه (ٻاراڻو ادب/ ٻيو ڇاپو)، (4) ڏاها ڀائر (ٻاراڻو ادب: ٻيو ڇاپو)، (5) لاڙي ۽ ڪڇي (سنڌيءَ جا ٻه محاورا)، (6) سنڌ ٻوليءَ بابت مقالا ۽ مضمون (جلد چوٿون)، (7) سنڌي صوتيات (نئون ڇاپو)، (9) سنڌي ٻوليءَ جو درست استعمال (تاج جويو)،

(10) (انور پيرزادو) Sindhi Language & Literature- A brief Accounts (11) (ڊاڪٽر غلام علي الانا) Sindhi Language & Literature at a Glance (12) سنڌي ٻولي (سراج)، (13) Sindhi Language، (14) سنڌي ٻوليءَ ۾ گرامر نويسيءَ جي ابتدا (شازيہ پتافي)، (15) اکر اکر آرسي (استاد بخاريءَ جي شاعريءَ جي لغت: عزيز ڪنگراڻي)، (16) سنڌي ٻولي ۽ لپيءَ جو اتهاس (جيٺارام داس دولترام)، (17) راحت المؤمنين (مخدوم محمد هاشم ٺٽوي)، (18) فرائض الاسلام (مخدوم محمد هاشم ٺٽوي)، (19) ناميارا سائنسدان (جلد پهريون، جلد ٻيو، جلد ٽيون: قاضي منظر حيات)، (20) دنيا جا عجوبا (خير محمد بلوچ)، (21) سنڌ جي جهنگلي جيوت (بدر ابڙو)، (22) دفتري لغت (خالد آزاد ۽ خان محمد جروار)، (23) وقت ۽ امتحان (ايڊيسن جي ڪهاڻي/ ٻاراڻو ناول: قاضي منظر حيات)، (24) هيمانالاجيءَ جي لغت، (25) سنڌي ٻوليءَ جو تشريحي گرامر (ڊاڪٽر غلام علي الانا)، (26) سنڌي لوڪ گيت: ٻوليءَ جي اوسر (ڊاڪٽر پرسو گدواڻي)، (27) هارپ جي لغت (سيد صالح محمد شاهه)، (28) ڏکڻ ايشيا جي ٻولين ۽ لپين جي ڊائريڪٽري (سيد حاڪم علي شاهه بخاري ۽ محمد عثمان ميمڻ)، (29) دہلي تي چڙهائي (ريڊيائي ٻاراڻا گيت، مرتب: نصير مرزا)، (30) سنڌي پهاڪا، ثقافتي ۽ سماجي اڀياس (ڊاڪٽر روي پرڪاش ٽيڪچنداڻي)، (31) تعميرات جي لغت (سيد حاڪم علي شاهه بخاري ۽ محمد عثمان ميمڻ)، (32) سنڌي انگريزي ڊڪشنري (ڪئپٽن جارج اسٽئڪ)، (33) انگريزي سنڌي ڊڪشنري (ڪئپٽن جارج اسٽئڪ)، (34) جاڳو ٻارو (ٻارن لاءِ شاعري)، (35) ذبح ۽ شڪار، (36) سنڌي چونڊ ڪهاڻيون (مرتب محمود مغل)، (37) اسيمبليءَ جو راڳ (ٻارن جا گيت: محمد صديق مسافر)، (38) سنڌي- انگريزي لغت (باتصوير ٻارن لاءِ)، (39) ٻليءَ جي نسل جا جانور (ٻارن لاءِ)، (40) برف شهزادي (ٻاراڻيون ڪهاڻيون: منوج ڪمار)، (41) موگو مٺو ۽ سوني ڪڪڙ (ٻاراڻيون ڪهاڻيون: منوج ڪمار)، (42) آئيي سنڌي سيکين (اردو: سي. ڊيءَ سان گڏ ڊاڪٽر فهميده حسين)، (43) انگريزي- سنڌي ڊڪشنري (عبدالحسين ميمڻ)، (44) سنڌي ٻوليءَ جو گرامر (ڪئپٽن جارج اسٽئڪ)، (45) برصغير جي ٻولين جو لساني جائزو (مترجم: ڊاڪٽر فهميده حسين)، (46) آب ڪوثر (مشتاق سچاروي)، (47) تجارت ۽ بئنڪاريءَ جي لغت (حاڪم علي شاهه ۽ عثمان ميمڻ)، (48) A Grammer of Sindhi Language (ارنيسٽ ٽرمپ)، (49) ديوناگري سنڌيءَ جي سکيا (ڊاڪٽر فهميده حسين)، (50) منچر گورک گاج دنيا (بدر ابڙو)، (51) سنڌي ٻولي- مختلف لساني پهلو (ڊاڪٽر فهميده حسين)، (52) روشن تارا (ٽي. وي جا ٻاراڻا گيت: شمشير الحيدري)، (53) سائنسي جاڻ (قاضي منظر حيات)، (54) سنڌي درسي ڪتابن جو تحقيقي جائزو (تاج جويو)، (55) اسان جو شاهه لطيف (5 ڀاڱا)، (56) علم جي دولت (ٻارن لاءِ: مرزا قليچ بيگ، مرتب: ڊاڪٽر مخمور بخاري)، (57) بين الاقوامي تعلقات جي لغت (انعام شيخ)، (58) وڏي جڏهن آءُ وڏو ٿيندس (ٻارڙن جا ڊراما: اسرار شام)، (59) جاگرافيءَ جي لغت (رضوان گل)، (60) بلوچستان ۾ سنڌي ٻولي ۽ ادب جو اڀياس (ڊاڪٽر داد محمد خادم بروهي)، (61) A Handbook of Sindhi Idioms، (62) سنڌو لکت: ايڪيهين صديءَ ۾ ٿيل نئين تحقيق (ڊاڪٽر فهميده حسين)، (63) جت ويج نہ طبيب (مترجم: ڊاڪٽر علي مرتضيٰ ڌاريجو)، (64) سنڌي رسم الخط جي تاريخ (مختيار احمد ملاح)، (65) سماع/راڳ جي شرعي حيثيت (مترجم: فقير غلام علي مسرور) وغيره شامل آهن.

**انسائيڪلو پيڊيا سنڌيانا سيل:** ڊاڪٽر فهميده حسين هن اهم رٿا هيٺ نئين سر ڪم شروعات ڪرائي، ابتدا ۾ 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا' جو پهريون پراجيڪٽ ڊائريڪٽر بدر ابڙو مقرر ٿيو، ٿوري عرصي بعد سندس جاءِ تي محمد عثمان ميمڻ پراجيڪٽ ڊائريڪٽر طور اچي ڪم کي اڳتي وڌايو. انسائيڪلو پيڊيا سيل ۾ 30 ڪارڪن مسلسل مصروف عمل رهيا ۽ هن وقت تائين انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جا ست جلد ڇپجي پڌرا ٿيا آهن. جڏهن تہ ٻہ جلد پريس ۾ ڇپائيءَ هيٺ آهن.

**سنڌي انفرميٽڪس شعبو:** اٿارٽيءَ جي هن شعبي ۾ سنڌي سافٽويئرن، ويب سائيٽ جي تياري، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا ۽ ٻين ڪتابن کي نيٽ تي رکڻ ۽ اپلوڊ ڪرڻ، گرافڪ ڊزائيننگ، نيٽ ورڪنگ، سنڌي انسٽاليشن ۽ ڪتابن جي ڪمپوزنگ جو ڪم ٿيندو آهي. هن شعبي طرفان هن وقت تائين سنڌي ورڊ پراسيسر، سنڌي ٽائپنگ ٽيوٽر، سنڌي سکيا جو سافٽ ويئر، شاهه لطيف جي رسالي جو سافٽ ويئر، جامع سنڌي لغات ۽ سنڌي ڊڪشنرين ۽ انسائيڪلوپيڊيا جلد پهرئين جا سافٽ ويئر تيار ڪرايا ويا آهن. جلد 'سنڌي سکيا وڊيوز' جون سي ڊيون بہ جاري ٿيڻ واريون آهن.

**مارڪيٽنگ شعبو:** اداري جو مارڪيٽنگ وارو شعبو، اداري جي ڇپيل ڪتابن ۽ ٻين ادارن ڪان وڪري لاءِ مليل ڪتابن کي اداري جي قليچ ڪتاب گهر تي توڙي سموري سنڌ اندر مختلف ميلن ۽ منعقد ٿيندڙ پروگرامن ۾ وڪري جو اهتمام ڪندو آهي. هن عرصي دوران اداري جي قليچ ڪتاب گهر توڙي مختلف شهرن ۾ ٿيل پروگرامن ۽ ميلن ۾ لڳايل ڪتابي اسٽالن تي ٿيل ڪتابن جي وڪري ۾ رڪارڊ اضافو ٿيو آهي.

**محمد ابراهيم جويو سائونڊ اسٽوڊيو:** سنڌ حڪومت پاران قائم ڪيل 'انڊومينٽ فنڊ فار دي پرزرويشن آف هيريٽيج آف سنڌ' کي 'سنڌي ٻوليءَ جي لهجن ۽ محاورن کي محفوظ ۽ رڪارڊ ڪرڻ لاءِ اسٽوڊيو' جي قيام ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ڪن ناياب ۽ ڪلاسيڪي ڪتابن جي ترجمي، ٽرانسليشن ۽ ڇپائيءَ بابت هڪ اسڪيم ٺاهي موڪلي. جاٺايل ٽرسٽ اٿارٽيءَ جي رٿا منظور ڪئي ۽ فنڊ جاري ڪيا ويا. سائونڊ اسٽوڊيو لاءِ ٽينڊر ڪرائي، اسٽوڊيو جي اڏاوت مڪمل ڪرائي، اداري اندر جديد طرز جو آڊيو وڊيو رڪارڊنگ اسٽوڊيو قائم ڪيو ويو جنهن ۾ جديد ترين مشنيري (Equipments) لڳل آهن. هن اسٽوڊيو ۾

مختلف علائقن/لهجن جي سگهڙن جون ڪچهريون، اديبن ۽ عالمن جا انٽرويو رڪارڊ ڪيا ويا آهن ۽ شاهه جو راڳ رڪارڊ ڪيو ويو جي. اسٽوڊيو نامور ڏاهي ۽ اديب محمد ابراهيم جويي جي نالي سان منسوب آهي.

**ريسرچ سيل:** اداري جو هي سيل ڊائريڪٽر خير محمد لغاريءَ جي سربراهيءَ ۾ ڪم ڪري رهيو آهي. هن سيل پاران 'ثقافتي لغت' تيارين هيٺ آهي.

**ٽرانسليشن بيورو:** هڪ وڏي عرصي کان سنڌ ۾ 'بيورو آف ٽرانسليشن' قائم ڪرڻ جي ضرورت شدت سان محسوس پئي ڪئي وئي. اداري اندر باقاعدي ترجما ڪرائڻ جي اسڪيم هلندڙ نه هئي، پر ضرورت وقت مختلف ادارن سرڪاري ۽ غير سرڪاري ادارا اٿارٽيءَ کان ڪتاب، ڪتابچا ۽ اشتهاري مواد ترجمو ڪرايا ويندا هئا. ان ڪي مدنظر رکندي اداري اندر باقاعدي 'ٽرانسليشن ۽ ٽرانسلٽريشن شعبو' قائم ڪري، ان جو انچارج ڊائريڪٽر خالد آزاد نالي نوجوان کي بڻايو ويو آهي.

**سنڌي ڊڪشنري سيل:** 'سنڌي ڊڪشنري بورڊ' نالي اسڪيم سنڌ حڪومت کان منظور ڪرائي، اٿارٽيءَ پنهنجي وسيلن سان ڪم جي شروعات ڪئي وئي آهي ۽ سيل جو انچارج پروفيسر سيد شير شاهه کي بڻايو ويو آهي.

**سنڌي مرثيہ نويسي** (ڪتاب): هي ڪتاب، غلام رسول بلوچ جو سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ ايم. اي لاءِ لکيل مونوگراف آهي، جيڪو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شوري ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ڪتاب ۾ مرثيي جي وصف، تاريخ، ابتدا ۽ اهميت، مرثيي جو عروج، اردو شاعريءَ ۾ مرثيہ نگاري، سنڌي مرثيي جي ابتدا، سنڌي مرثيي جو قديم دور ۽ سنڌي مرثيي جو جديد دور شامل آهي. سنڌي مرثيي جي قديم دور ۾ شاهه عبداللطيف، مخدوم عبدالله نري واري، سيد خير شاهه، چنڻ فقير، سچل سرمست ۽ مخدوم عبدالرئوف ڀٽي شاعر ڏنا ويا آهن ۽ جديد دور ۾ سيد ثابت علي شاهه، آخوند محمد عالم، بيدل، شاهه نصير، ميرحسن علي خان، مرزا فتح علي بيگ، مرزا ٻڍل بيگ، مرزا قاسم بيگ، مرزا غلام رسول بيگ، مرزا قليچ بيگ، ناصر علي خواجو ۽ مل محمود ٻلي شامل ڪيا ويا آهن. ڪرائون سائيز جي 102 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سيپٽمبر 1970ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شوري جي اسسٽنٽ ڊائريڪٽر خواجه غلام علي الانا ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 2.50 روپيا آهي.

**سنڌي ۾ ٻاراڻي شاعريءَ جي اينٿالاجي** (ڪتاب): هيءُ




ڪتاب ليکڪ ۽ صحافي غلام مصطفیٰ سولنگيءَ جو ترتيب ڏنل آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي ناميارن ليکڪن جا ٻارن تي لکيل نظم ۽ انهن جو مختصر تعارف پيش ڪيو ويو آهي، جن ۾ مرزا قليچ بيگ، پيرومل مهرچند 'غريب'، ڪشنچند بيوس، محمد صديق 'مسافر'، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، شيخ اياز، نارائڻ شيام، استاد بخاري، نياز همايوني، سيد منظور نقوي، محمد خان غني، تنوير عباسي، شمشير الحيدري، امداد حسيني، ڊاڪٽر نواز علي شوق، اياز گل، ادل سومرو، ڪلاپرڪاش، احمد خان مدهوش، سلطان بخاري، علي محمد مجروح، مقصود گل ۽ ٻيا شامل آهن. 27 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب 2007ع ڌاري سنڌي لئنگئيج اٿارٽي ڇپائي پڌرو ڪيو. هن ڪتاب جو ملهه 150 روپيا آهي.

**سنڌي ۾ شاعري جون صنفون ۽ صنعتون** (ڪتاب): هي ڪتاب نوجوان شاعر ۽ اديب ڊاڪٽر ظفر عباسيءَ تصنيف ڪيو آهي. ڪتاب ۾ سنڌ جي سومرا دور کان وٺي سما دور، ارغون- ترخان- مغل دور، ڪلهوڙا دور، ٽالپر دور ۽ انگريز دور کان موجوده دور تائين، سنڌي شاعريءَ ۾ جيڪي صنفون ۽ انهن جا معنوي قسم شامل ٿيا آهن، تن بابت وضاحت سان لکيو ويو آهي. ان سان گڏوگڏ سنڌي شاعريءَ جي هر هڪ صنف جي اصل آغاز، انجام، موضوع ۽ تبديلين بابت ڄاڻ ڏني وئي آهي. سنڌي شاعريءَ جي وزن: ڇندوديا، علم عروض ۽ انگريز دور




کانپوءِ سنڌي شاعريءَ ۾ رائج صنفن بابت به مواد شامل آهي. ان کان علاوه لفظي ۽ معنوي صنعتن جون وصفون ۽ هر صنعت جا مثال ڏنا ويا آهن. سنڌي شاعريءَ جي صنفن ۽ صنعتن کي سمجهڻ لاءِ هي ڪارائتو ڪتاب آهي.

ڊيمي سائيز جي پڪي جُلد ۾ ڇپيل هي ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد مان پهريون ڀيرو 2007ع ۾ شايع ٿيو. هن ڪتاب جي قيمت 350 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سنڌي، ميمڻ عبدالمجيد، ڊاڪٽر:** سنڌ جي ناميارو اديب ۽ محقق ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ، پهرين جنوري 1930ع تي شڪارپور ضلعي جي لکي تعلقي جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ماڙيءَ ۾ جنم



ورتو. سندس والد جو نالو حاجي غلام حسين ميمڻ هو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ ۽ سيڪنڊري تعليم شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي مان حاصل ڪيائين. مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان 1952ع ڌاري پاس ڪيائين. شڪارپور مان قرات ۽ فارسيءَ جي تعليم پڻ حاصل ڪيائين. مئٽرڪ کانپوءِ هن سول انجنيئرنگ ۾ ڊپلوما ڪئي ۽ ڪجهه عرصو آبپاشي کاتي ۾ 'اوور سيئر' به رهيو. اڳتي هلي بي. اي، ايم. اي (سنڌي)، ايم. اي (اسلامڪ ڪلچر)، ايم. اي مذاهب عالم ۾ خانگي طور ڪيائين. هن 1962ع ۾ لا ڪاليج سکر مان ايل. ايل. بي پڻ

ڪئي. ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، 1954ع کان 1963ع تائين اوور سيئر رهڻ کانپوءِ، اُها نوڪري ڇڏي، سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو. 1974ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي رهبريءَ هيٺ 'بيان العارفين- سنڌيءَ جي ترتيب ۽ اڀڻار' تي تحقيقي مقالو لکي پي. ايڇ. ڊي ڪيائين. ڊاڪٽر صاحب مختلف هنڌن تي ليڪچرار ۽ پرنسپال جون خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو ۽ 1990ع ۾ نوڪريءَ تان رٽائر ٿيو.

ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي پنهنجي پيشه ورانه مصروفيتن کانسواءِ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور ميرس طرفان 1988ع کان ايم. فل ۽ پي. ايڇ. ڊي جي شاگردن لاءِ گائيڊ؛ سنڌي ادبي بورڊ ۽ سنڌالاجيءَ جي بورڊن جو ميمبر اڪيڊمڪ ڪائونسل، سنڌ يونيورسٽي ۽ اڪيڊمڪ ڪائونسل شاهه عبداللطيف يونيورسٽي جو قومي نصاب ڪاميٽي؛ بورڊ آف اسٽڊيز سنڌي شعبو سنڌ يونيورسٽي ۽ شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور جو ميمبر؛ بورڊ آف ميمبر، اسٽڊيز شعبو اسلامڪ ڪلچر ۽ مذاهب عالم، شاهه لطيف يونيورسٽي جو ميمبر، لاڙڪاڻي هسٽاريڪل سوسائٽيءَ جو ميمبر ۽ سنڌي ادبي اڪيڊمي لاڙڪاڻي جو چيئرمئن رهيو.

ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي ننڍي هوندي کان ئي سگهڙن جي ڪچهرين ۾ اٿڻ ويهڻ سبب ادب ڏانهن مائل ٿيو ۽ اُنهن جا ڏور بيت ۽ ڳجهارتون قلمبند ڪرڻ شروع ڪيائين ۽ 1961ع ۾ 'ڏور' نالي سان ڪتاب شايع ڪرايائين.

ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌيءَ جو ڇپايل پهريون ڪتاب 'ملان نصيرالدين جا لطيفا' آهي، جيڪو ملان نصير جي ٽوٽڪن ۽ سوانح تي ٻڌل آهي. سندس پسند جا موضوع سنڌ جي سماجي ۽ ادبي تاريخ، لسانيات، تصوف ۽ لطيفيات رهيا ۽ گهڻي ڀاڱي اُنهن موضوعن تي ئي لکيائين. ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌيءَ سموري عمر سنڌي ادب جي واڌاري لاءِ جاکوڙ ڪئي، اُنهيءَ سلسلي ۾ ڪيترائي ڪتاب لکي ۽ ترتيب ڏئي سنڌي ادب کي مالامال ڪيائين. هن 1958ع ۾ پنهنجي دوست سيد خادم حسين شاهه سان گڏجي 'سنڌي ادبي اڪيڊمي لاڙڪاڻو' قائم ڪئي، جنهن طرفان ڏهاڪو کن ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪيائين.

ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي، 1961ع ۾ جڏهن اسلاميه ڪاليج سکر جو پروفيسر مقرر ٿيو ته اتي 'سنڌي ادبي سوسائٽي' قائم ڪري نه رڳو ادبي جلسا، مذاڪرا ۽ مشاعرا ڪرايائين، پر اشاعتي سلسلو پڻ شروع ڪيائين. ڏهاڪو کن ڪتاب ڇپرايائين ۽ 'سکر جي سوکڙي' نالي ڪتابي سلسلو جاري ڪيائين. هن ڪتابي سلسلي جا ڪي خاص نمبر به ڪڍيا ويا، جهڙوڪ: 'شعراءِ سکر نمبر'، 'جديد سنڌي ادب نمبر'، 'مولائي شيدائي نمبر'، 'صحافت نمبر'، 'رشيد لاشاري نمبر' وغيره.

هن اشاعتي اداري طرفان عبدالمجيد سنڌيءَ پنهنجا لکيل ۽ مرتب ڪيل ڪتاب: ذڪر اشرف، فڪر لطيف، مهراڻ تي مجلس، سکر جي سونهن، سکر بيدل، رتيءَ جي رهاڻ، ملاحظو مهراڻ جو ۽ شيخ عبدالرزاق 'راز' جو 'تنقيد ۽ تجزيو' وغيره شايع ڪرايا.

سکر ۾ رهڻ دوران ئي ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ 'لطيف اڪيڊميءَ' نالي ادبي ادارو قائم ڪيو جنهن جو چيئرمئن شيخ عبدالرزاق راز ۽ جنرل سيڪريٽري پاڻ ٿيو. اڪيڊميءَ پاران 'پارس ڪتابي سلسلو' جاري ٿيو جنهن جو مرتب ڊاڪٽر صاحب پاڻ هو. هن ڪتابي سلسلي جا ٽي پرچا شهادت حسين (1966ع)، رحمت العالمين (1966ع) ۽ پارس (1967ع) شايع ٿيا. بعد ۾ جڏهن حڪومت سمورن ڪتابي سلسلن تي پابندي هنئي ته هي ڪتابي سلسلو به بند ٿي ويو. 1982ع ۾ شڪارپور ضلعي جي انتظاميه 'جشن شڪارپور' ملهايو ۽ 'شڪارپور سيمينار' ڪرايو. سيمينار ۾ پڙهيل مقالن کي ڊاڪٽر صاحب ترتيب ڏئي ڇپايو ويو، جيڪو شڪارپور جي تاريخ جو اهم دستاويز آهي. ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌيءَ کي سندس علمي ۽ ادبي خدمتن عيوض اعتراف طور 1982ع ۾ صدارتي تمغه امتياز ۽ 1992ع ۾ صدارتي اوارڊ 'ستاره امتياز' سندس وفات کانپوءِ ڏنو ويو. ان کانسواءِ ٻيا ڪيترائي اوارڊ ۽ سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ۽ سنڌالاجيءَ طرفان ادبي انعام پڻ ڏنا ويا.

ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌيءَ جي لکيل مقالن جو تعداد 260 کان مٿي آهي. سندس ڇپيل اڻ ڇپيل سنڌي ڪتابن جو تعداد 80، اردوءَ ۾ ڪتابن جو تعداد 10 ۽ انگريزي ڪتابن جو تعداد 2 آهي. سندس سنڌي ڪتابن جو تفصيل هن ريت آهي (1) 'سنڌي ادب جي تاريخ'، (2) 'سنڌي ثقافتن تي اسلامي اثرات'، (3) 'سنڌيءَ ۾ نعتيه شاعري'، (4) 'سنڌي شرح قصيده برده شريف'، (5) فڪر لطيف، (6) سچل جو پيغام، (7) فڪر بيدل، (8) سنڌ سياحن جي نظر ۾، (9) شڪارپور ماضي ۽ حال، (10) پرک ۽ پروڙ، (11) تذڪره شهباز، (12) تذڪره شعراءِ سکر، (13) ماڻڪ موتي لعل (ٻه ڀاڱا)، (14) رس ۾ رسڻ گهوريو، (15) سنڌي علم ادب اصول ۽ اهڃاڻ، (16) سنڌي علم ادب، (17) جوتيون جواهرن جون، (18) سُر ڏهر، (19) سچل جو سنيهو، (20) گهڙيون گهاريم جن سين، (21) شڪارپور جي ٻولي، (22) سنڌي ادب جو تنقيدي اڀياس، (23) سنڌ جي تاريخ جا وکريل ورق، (24) ڪلام بشير، (25) شاهه ڪريم جو ڪلام، (26) ناول نگاري ۽ ٽئلسمن جو جائزو وغيره شامل آهن. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جا اردوءَ ۾ ڪتاب (1) 'سنڌي ادب کي مختصر تاريخ'، (2) 'نگارشات سنڌ'، (3) 'سوانح قلندر'، (4) 'شهباز قلندر'، (5) 'پاڪستان کي صوفيانه تحريڪ'، (6) 'لسانيات پاڪستان' وغيره آهن. انهن کانسواءِ ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد ڪيترائي ڪجهه نصابي ڪتاب پڻ لکيا، جن مان واحد سنڌي گرامر، سنڌي گرامر، اسلامڪ ڪلچر، اسلامڪ اسٽڊيز، علم اقتصاديات شامل آهن. ڊاڪٽر صاحب ڪجهه ڪتابن جا ترجما پڻ ڪيا، جن ۾ (1) ڏوهاري ڪير (ناوليٽ)، (2) ديس ديس جون ڪهاڻيون، (3) ذڪر اشرف وغيره. ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌيءَ 11 فبروري 1996ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه لاڙڪاڻي ۾ آهي.

**سنڌين** (Sindian: انگريزي اخبار): سنڌ مان نڪرندڙ ٻيو نمبر پراڻي اخبار 'سنڌين' 1983ع ڌاري جارج بيز جي سرپرستيءَ ۾ ڪراچيءَ مان جاري ٿي. هيءَ اخبار انگريزيءَ ۾ هئي، جيڪا اربع ۽ ڇنڇر جي صبح جو شايع ٿيندي هئي. هن اخبار جي ڪراچيءَ جي بندر روڊ تي هڪ بنگلي ۾ آفيس قائم هئي. هن اخبار جي ترقي ۽ سهڪار لاءِ ان وقت جي انگريز ڪمشنر بارٽل فريئر ڪافي مدد ڪئي. اخبار کي مالي مدد ڪرڻ لاءِ سرڪاري ڇپائيءَ جو تمام گهڻو حصو اخبار جي اداري کي ڏياريائين. 'سنڌين' جو مئنيجنگ ايڊيٽر جارج بيز ۽ پهريون ايڊيٽر جان برگس هو. هن 1854ع ۾ 'سنڌين' کي ڇڏي پنهنجي الڳ اخبار جاري ڪئي، جنهن ڪانپوءِ فٽس، ڪئوناگ ۽ ايڊورڊ وليم اسٽرينج ۽ ٻيا ڪيترا هن اخبار جا ايڊيٽر رهيا. 1862ع ۾ هينري جيڪب هن اخبار جي ايڊيٽر جي حيثيت ۾ فرائض انجام ڏنا. 1877ع ۾ 'سنڌين' جو نالو بدلائي 'بيڪن' رکيو ويو. اخبار جي قيمت في ڪاپي هڪ روپيو هئي. هي اخبار ان دؤر جي انگريزي اخبارن مان سڀ کان گهڻو وقت هلي.

**سنڌي ناٽڪ** (ڪتاب): ورهاڱي ڪانپوءِ سنڌي ناٽڪ ۽ رنگ منچ جي اڀياس، اوسر ۽ تنقيد تي مشتمل هي ڪتاب، هند - سنڌ جي نامياري ناٽڪ نويس ۽ اديب پريم پرڪاش جي ليکن تي مشتمل آهي:




"هي اهڙو مجموعي اڀياس آهي، جنهن ۾ منهنجو آزمودو، اڀياس، اَنڀوءَ سنسار (تجرباتي دنيا) سوچ، سمجهه، پسند، پهچ، رخ، هدايتڪاريءَ جي منهنجي ڏانوَ سان گڏ ورهاڱي بعد همعصر ناٽڪ ۽ رنگ منچ جو منهنجي درشٽيءَ (نظر) کان جائزو بہ شامل آهي.

هن 520 صفحن تي مشتمل ڪتاب ۾ 47 مقالا، ريڊيو تقريرون، مهاڳ، ايڊيٽوريل نوٽ، ڪالم، نوٽس ۽ تنقيدون شامل آهن. سنڌس مقالن ۽ تقريرن وغيره جا ڪجهه عنوان هن ريت آهن: ورهاڱي ڪانپوءِ سنڌي ساهت/ناٽڪ جي سروي، سنڌي ناٽڪ جا پنجاهه سال، 1980ع ڪانپوءِ واري سنڌي ناٽڪ ۾ سنڌيت، سنڌي ناٽڪ نويسيءَ ۾ تجربا، ڀارت ۾ سنڌي ناٽڪ جي اوسر، سنڌيءَ ۾ ڇپيل نئين ناٽڪ جو ڇيد، سنڌي ناٽڪ نويسيءَ جا سؤ سال ۽ ڪجهه جهلڪيون، سنڌيءَ ۾ سنجيده ناٽڪ جي تلاش، سنڌي ناٽڪ ۾ جدت، خطرن جو ماحول ۽ ايڪيانڪي ناٽڪ، سنڌي ناٽڪ نيون راهون نوان موڙ، سنڌي ناٽڪ تي ٻين ٻولين جو اثر، منگهارام ملڪاڻيءَ جا ناٽڪ، جيون گرسهاڻي، شيام جئسنگهاڻي، سندر اگناڻيءَ جا ناٽڪ، ناٽڪ رنگ منچ سان جڙيل ٻيا فن، سنڌيءَ ۾ اڪانامي ٿيٽر جي ضرورت ۽ بدلاءُ، ناٽڪ ۽ رنگ منچ سان وابستہ لفظن جي فهرست وغيره شامل آهي.

ڊيمي سائيز جي 520 صفحن جو هي ڪتاب، NCPSL ودواڙا جي مالي مدد سان، پريم پرڪاش، ڪرشن نگر، احمد آباد (انڊيا) مان ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 110 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سنڌي ناٽڪ پرمپرا** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ- هند جي ناليواري اديب ۽ محقق ڊاڪٽر ڄيٺي لالواڻيءَ جي سنڌي ناٽڪن بابت مقالن تي مشتمل آهي. ڪتاب جي ابتدا ۾ هن سنڌي ٻوليءَ جي اهم ناٽڪ نويسن- خانچند درياڻي، مرزا قليچ بيگ، تيرٿ وسنت، پروفيسر رام پنجواڻي، پروفيسر منگهارام ملڪاڻي، سنڌري اتمچنداڻي، گوبند مالهي ۽ پروفيسر پوپٽي هيرانندڻيءَ جا فوٽو ڏنا آهن. سنڌس ڪتاب ۾ هيٺين عنوانن تي مقالا شامل آهن:




(1) شاهه جي لوڪ ڪهاڻين تي ٻڌل لطيف ناٽڪ، (2) سنڌي ناٽڪ نويسيءَ جو علمبردار: مرزا قليچ بيگ، (3) ترجمان ۽ ناٽڪ نويس تيرٿ وسنت، (4) سنڌي ناٽڪ نويسي: هڪ سرسري نظر، (5) گذريل ڏهاڪي جي سنڌي ادب جو جائزو: ناٽڪ، (6) موجوده دؤر ۾ سرجن ناٽڪ ۽ منچن، (8) سنڌيءَ ۾ اسڪرين ساهتيہ جي آمد، (9) سنڌي درسي ڪتابن ۾ ناٽڪ، (10) سنڌو گرجر رنگ ناٽڪ، (11) ورهاڱي بعد سنڌي ساهتيہ ۾ ديومالائي ڪٿائون ۽ علامتون: ناٽڪ، (12) جديد سنڌي ساهتيہ ۾ جماليات: ناٽڪ، (13) رميش ڄاڄاڻي ۽ سنڌي ناٽڪ رنگ منچ، (14) مدن جماڻي: هڪ ناٽڪ نويس.

ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي ڊاڪٽر ڄيٺي لالواڻيءَ جي شايع ٿيل ناٽڪن جي 12 ڪتابن جا عڪس ڏنا ويا آهن.

ڊيمي سائيز جي 158 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب اسٽيج پبليڪيشن، ڪٻير نگر، احمد آباد مان، 2012ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو ۽ ان جي قيمت 250 روپيا آهي.

**سنڌي ناٽڪ جي ارتقا** (ڪتاب): هي ڪتاب پروفيسر سنڌيا چندر ڪنڌناڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ هن ناٽڪ جي وصف، قسم ۽ روپ، ڀٽن، چارڻن جي قصن ڪهاڻين، سانگن ۽ ڪٺ پتلين جي ناٽڪن،




لوڪ ناٽڪن، ڀڳت، راس ليلائن، رام ليلائن، گهڻين جي ناٽڪن، هڪ فصلن ناٽڪن، تجرباتي ائبسرڊ ناٽڪن، ٻال ناٽڪن، ڇايا ناٽڪن، سنگيت ناٽڪن کان وٺي اميچوئر ناٽڪ، پروفيشنل ناٽڪ، مني ناٽڪ، اشتهاري ناٽڪ، ريڊيو ناٽڪ، وڊيو ناٽڪ ۽ فلم بابت تفصيلي ڄاڻ ڏنل آهي. ان ڪانسواءِ ناٽڪ جي سفر اسڪرپٽ کان ڏسندڙن تائين، ناٽڪ جي فن، سنڌي

ناٽڪ جي اوسر، سنڌي ناٽڪ جي دورن، ورهاڱي کانپوءِ جي ناٽڪ منڊلين، سلور جوبلي، گولڊن جوبلي، ايڪانڪي ناٽڪن جي مجموعن، وڏن ناٽڪن جي مجموعن کان وٺي هاڻوڪي سنڌي ناٽڪ ۽ رنگ منچ جو مختصر ذڪر ڪيو ويو آهي.

ڊيمي سائيز جي 92 (سنڌي عربي لپي) ۽ 101 (ديوناگري سنڌي لپيءَ) جي صفحن تي مشتمل ڪتاب، حيدرآباد (سنڌ) نيشنل ڪاليجيئيٽ بورڊ ممبئيءَ پاران 25 ڊسمبر 2010ع تي ڇپائي پڌرو ڪيو ويو ۽ ان جي قيمت سوا ٻه سؤ روپيا ڄاڻايل آهي.

**سنڌي ناٽڪ صدي:** هي سووينيئر سنڌي ناٽڪ صدي (1880-1980) عنوان سان مهراڻ آرٽ ڪائونسل حيدرآباد، ڊسمبر 1980ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هي سووينيئر سنڌي ناٽڪ جي هڪ سئو سالا جشن جي موقعي تي مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد ۾ ٿيل سنڌي ناٽڪ جشن جي موقعي تي پڌرو ڪيو ويو. سووينيئر ڪاميٽيءَ جو ڪنوينر غلام رباني آگرو هو. هن سووينيئر جي مهاڳ ۾ لکي ٿو ته سنڌي زبان جي ۽ ادب جي مربي ۽ محسن شمس العلما مرزا قليچ بيگ، پهريون سنڌي ناٽڪ 1880ع ۾ پهريون پيرو لکيو هو. جنهن کي 1980ع ۾ هڪ سئو سال پورا ٿيا، ان موقعي جي مناسبت سان، حڪومت پاڪستان جي سرپرستيءَ هيٺ ڪم ڪندڙ اداري 'پاڪستان نيشنل ڪائونسل آف آرٽس اسلام آباد' سنڌي ناٽڪ بابت هڪ ڪتاب شايع ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ساڳيءَ ريت مهراڻ آرٽس ڪائونسل به سنڌي ناٽڪ جي سئو سالا جشن ملهائڻ جو فيصلو ڪيو آهي. ان سلسلي ۾ ادبي، ثقافتي ۽ تعليمي ادارن جي نمائندن تي مشتمل ڪاميٽيون جوڙيون ويون ۽ محترم الياس عشقي، مراد علي مرزا ۽ ڊاڪٽر محمد يوسف پنهور کي اسٽيج ٿيندڙ ڊرامن جي مسودن کي جانچڻ ۽ اسٽيج ڊائريڪشن جي نگرانيءَ جو ڪم سونپيو ويو. هن سووينيئر ۾ هيٺيان مضمون شامل آهن: سنڌي اسٽيج ڊرامو: هڪ مختصر جائزو (مراد علي مرزا)، سئو سالا جشن جي ڊرامن جو تعارف (عبدالقادر جوڻيجو)، اسٽيج ۽ سنڌي ڊرامو (ڊاڪٽر محمد يوسف پنهور)، حيدرآباد شهر (ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)، سئو سالا جشن جي ڊرامن جو تفصيل (مير محمد نظاماڻي). هي ڊبل ڪرائون سائيز جي 76 صفحن تي مشتمل سووينيئر مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد، ڊسمبر 1980ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. سووينيئر جي اندر مرزا قليچ بيگ جي رنگين تصوير کانپوءِ سنڌ جي گورنر احسن عباسي ۽ چيف سيڪريٽري مسعود الزمان ۽ ڪمشنر حيدرآباد ۽ چيئرمين مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد عبدالله ج. ميمڻ جون تصويرون ڏنيون ويون آهن.




**سنڌي ناول ۾ مالهيءَ جي يگاني دين (ڪتاب):** هن ڪتاب ۾ هندستان جي ناليواري ناول نگار، ڪهاڻيڪار، دانشور ۽ اديب گوبند مالهيءَ جي ناول نگاريءَ جي ميدان ۾ ڪيل خدمتن جو تفصيل ڏنو ويو آهي. ناليواري قلمڪار هولارام هنس، گوبند مالهيءَ جي 25 ناولن 'انقلابي سپاهي'، 'آنسو'، 'زندگيءَ جي راهه تي'، 'جيون ساٿي'، 'پکيئڙا وار کان وڇڙيا'، 'من جو ميت'، 'للڪار'، 'لوڪ آهي ٻوڪ'، 'شرم ٿوتي'، 'چنچل نگاهون'، 'عشق ناهي راند'، 'ڏيهي پرڏيهي ٿيا'، 'ديسي سيٺ ڪجن'، 'جن سوري پائين سيج'، 'پيار جي شڪست'، 'هڪ انسان سو طوفان'، 'پريتم ويو پرديس'، 'سمگلر'، 'سنڌوءَ جي ڪناري'، 'سونهن هو سوداگر'، 'تون، مان ۽ هوءَ'، 'پيار جي پياس'، 'محبت جي راهه تي'، 'سوريءَ جي راڻي' ۽ 'پاپي' جو جائزو ورتو ويو آهي، هن سندس ناولن کي ستن حصن ۾ ورهايو آهي: (1) سنڌي لوڪ ڪهاڻين تي ٻڌل ناول، (2) تخيلاتي (ڪالنيڪ) ناول، (3) تاريخي ناول، (4) جاسوسي ناول، (5) سماجي ناول، (6) خطن وارا ناول ۽ (7) آتم ڪهاڻيءَ جي طرز جا ناول. هن ڪتاب ۾، هولا رام هنس، ناول نگار جي واقفيت ڏيڻ کانپوءِ هيٺين عنوانن تي لکيو آهي: مالهيءَ جي ناولن جون ڪهاڻيون، ناولن جا ڪردار، ناولن جا وشيه (موضوع)، مالهيءَ جي ناولن تي سندس نجي جيون جو اثر، ناولن ۾ سنڌيت جو جذبو، ناولن ۾ سماج سڌار رخ، ناولن تي مارڪسزم جو اثر، ناولن ۾ رومانوي جذبو، ناولن ۾ ڪائنات جو چٽ، ناولن ۾ ديش ڀڳتيءَ جو جذبو، ناولن ۾ خيالن جي پختگي، مالهي ۽ شاهه لطيف، مالهيءَ جي عبارت وغيره شامل آهي.




هي ڪتاب ڪرائون سائيز جي 122 صفحن تي مشتمل، بيسٽ سنڌي سيا، ممبئيءَ 1998ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي ۽ ان جي قيمت 25 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سنڌي نثر جي ڪِن صنفن جو اڀياس (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب پروين موسيٰ ميمڻ جو سنڌي ادب جي نثري صنفن متعلق لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ ايم. اي. سي. ايس. ايس، پي. سي. ايس ۽ ڊگري ڪلاس جي نصاب سان لاڳاپيل سنڌيءَ جي نثري صنفن بابت ڄاڻ ڏنل آهي. پنجن ڀاڱن تي مشتمل هن ڪتاب ۾ سنڌي مضمون نويسي، مقالا نگاري، ناول، سفرناما، افسانا نويسي ۽ ڊراما شامل آهن. هن ڪتاب ۾ ڪجهه ادبي فن پارن جو تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو پڻ ڏنو ويو آهي. انهيءَ سان گڏ سنڌي



ليکڪن جي سوانح ۽ ادبي خدمتن جي تعارف ڪانسواءِ سنڌي نثر جو مختصر تعارف ۽ خصوصيتون پڻ بيان ڪيون ويون آهن. ڪتاب ۾ نثر جي عام وصف ڪانسواءِ، سنڌي نثر جو تعارف بيان ڪيل آهي. ان کانپوءِ نثر جي صنفن: مضمون ۽ مقالي، سفرنامي، ناول نويسيءَ، افسانه نويسيءَ ۽ سنڌي ڊرامي وغيره تي مفيد بحث ۽ انهن تي لکيل مشهور ڪتابن جو تحقيقي ۽ تنقيدي جائزو پڻ پيش ڪيل آهي. ڪتاب جي آخر ۾ 'سنڌي ادب ۾ جديد لاڙا' جي عنوان سان لکيل مضمون ۾ علامت نگاري، وجوديت، رومانويت ۽ حقيقت نگاريءَ کي سرسري طور جدا جدا بيان ڪيو آهي. هن ڪتاب جو انتساب ليکڪا، پنهنجي امڙ 'غلام فاطمه' جي نالي ڪيو آهي. انتساب کانپوءِ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا 'دعائيه ڪلمات' ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا جو تحرير ڪيل مهاڳ شامل آهن. هيءُ ڪتاب هاير ايجوڪيشن ڪميشن (HEC)، اسلام آباد طرفان، 2008ع ۾ شايع ٿيو. ڊبل ڪرائون سائيز ۾ ڇپيل هي ڪتاب ڪچي جلد سان 404 صفحن تي مشتمل آهي. ڪتاب جي قيمت ڄاڻايل نه آهي.

**سنڌي نظم** (ڪتاب): هن ڪتاب ۾ سنڌي شاعرن جو تذڪرو آهي، جنهن کي شمس العلماءِ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي مرتب ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي عظيم صوفي شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه کان وٺي شمس العماء ميرزا قليچ بيگ جي ڪلام جو انتخاب سندن مختصر احوال سميت ڏنل آهي. ڊاڪٽر صاحب طرفان لکيل تمهيد ۾ سنڌي شعر جي مختصر تاريخ تي پڻ روشني وڌي وئي آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1944ع ۾ انڊيا پرنٽنگ پريس سامهون ميري ويدر ٽاور ڪراچي مان دي سنڌ پبلشنگ هائوس ڪراچي ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪرائون سائيز ۾ 96 صفحن تي مشتمل هِن ڪتاب جي قيمت هڪ آنو 4 پايون ڄاڻايل آهي.

**سنڌي ننڍيون ڪهاڻيون** (ڪتاب): هي ڪتاب هند جي نامور ليکڪ ۽ ڪهاڻيڪار ناڪر چاولا جي ڪهاڻين جو چونڊ ڪتاب آهي. ڪتاب جي مهاڳ ۾ 'ڪومل' ڀاٽيا لکي ٿو ته: "عالمي ادب جي بهترين




مني ڪهاڻي ٻن سٽن جي آهي جنهن کي سال جي بهترين مني ڪهاڻيءَ جو اوارڊ مليو هو ڀارتي ساهتيه ۾ پڻ هنديءَ جي هڪ ڪهاڻيڪار جي ٽن سٽن جي مني ڪهاڻي آهي سنڌي ساهت ۾ 'مني ڪهاڻي' ڪجهه دير سان آئي، پر ان جلد ئي ساهتيه ۾ پنهنجي شناخت ۽ قبوليت قائم ڪري ورتي ناڪر چاولا جي دل ڇهندڙ مني ڪهاڻيءَ ۾ اسان جي سماج جا عام خواهه خاص مسئلا ۽ ننڍا ننڍا نفسياتي نڪتا، اسان جي نازڪ ۽ نفيس احساسن کي ڇهندا، ذهنن ۾ ڪي ولوڙا وجهندا رهيا آهن. سماجي مسئلن تي لکڻ لاءِ ناڪر حقيقت نگاري ۽ ٻوليءَ جي سلامتيءَ کي برقرار رکيو آهي، هن ڪهاڻي به ڏني آهي ته ان جو تجرياتي فارم به ڏنو آهي."

ان کانسواءِ ڪتاب ۾ ڊاڪٽر جگديش لڇاڻيءَ جو ريڊيائي تبصرو ۽ ٻنسي خوبچندانيءَ جو جائزو ۽ وشنو ڀاٽيه جو ناڪر چاولا کان ورتل انٽرويو به شامل آهي. ڪتاب ۾ ليکڪ جون ڪل 34 ننڍيون ڪهاڻيون آهن. ڊيمي سائيز جي 120 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب 'امرتا آنند پبليڪيشن، ممبئي' 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ ان جي قيمت 100 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سنڌي واپاري** (ڪتاب): هي ڪتاب ڪلارڊ مارڪووٽس جو تحرير ڪيل آهي، جنهن جو سنڌي ۾ ترجمو حسين بادشاهه ڪيو آهي. هي ڪتاب مترجم، ورهاڱي وقت سياسي ۽ سماجي دٻاءُ هوندي به سنڌ ڌرتي نه ڇڏيندڙ، ڌرتي ڌڻين هندن جي نالي ڪيو




آهي. هن ڪتاب ۾ ڪُل نَو باب موجود آهن. هن ڪتاب ۾ سنڌي واپارين جو بخارا کان پاناما تائين واپار، 1947ع کان 1950ع تائين جو تذڪرو موجود آهي ۽ ڪتاب جي ابتداءِ ۾ 'تعارف' نالي سان عنوان ۾ ليکڪ سنڌي واپارين بابت لکيو آهي ته: "سڄي دنيا ۾ پکڙيل ڏکڻ ايشيائي واپارين ۽ ڪاروباري ماڻهن ۾ سنڌي بيشڪ هر جاءِ تي موجود آهن، پر اهي مکيه سياحتي ماڳن سميت خاص واپاري مرڪزن ۾ پڻ ڏسڻ ۾ اچن ٿا." پڪي جلد ۽ خوبصورت ٽائيٽل سان هي ڪتاب 388 صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو 2005ع ڌاري روشني پبليڪيشن پاران شايع ٿيو. هن ڪتاب جي قيمت 200 روپيا ڄاڻايل آهي.

**سنڌ يونيورسٽي** (University of Sindh): سنڌ يونيورسٽي، ضلعي ڄامشوري ۾ انڊس هاءِ وي تي قائم آهي. هيءَ سنڌ جي اهم ۽ وڏي تعليمي درسگاهه آهي، جنهن جي قيام ۾ سنڌ جي بزرگن، سائين جي. ايم سيد، علامه آءِ آءِ قاضي، سيد ميران محمد شاهه، پير الاهي بخش ۽ ٻين جون ڪاوشون شامل آهن.




سنڌ ۾ سڀ کان پهرين يونيورسٽي قائم ڪرڻ لاءِ 1886ع ۾ مسٽر جيڪس ڪوشش شروع ڪئي. 1924ع ۾ سر چمن لال ايچ. سيتل واڊ جي چيئرمئن شپ ۾ بمبئي يونيورسٽي رفارمس ڪاميٽي قائم ٿي، جنهن بمبئي پرڳڻي جي ٽين علائقن جهڙوڪ: مهاراشٽر، گجرات ۽ سنڌ ۾ يونيورسٽين قائم ڪرڻ واري سوال تي ويچار ڪيو. 1936ع ۾ سنڌ جي انتظامي طرح بمبئيءَ کان ڌار ٿيڻ کانپوءِ جڏهن 1940ع ۾ سائين جي. ايم. سيد نئين چونڊيل سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبر

طور تعليم ۽ ليبر جو وزير ٿيو تہ هن سنڌ اسيمبليءَ جي هڪ ٺهراءُ موجب سيد ميران محمد شاهہ، علامہ آءِ. آءِ. قاضي، پروفيسر بنگاڻي ۽ ٻين ساٿين تي مشتمل هڪ ڪميٽي جوڙي، جنهن سنڌ يونيورسٽيءَ جي قيام لاءِ هند ۽ يورپ جي يونيورسٽين جو معائنو ڪيو ۽ سنڌ ۾ يونيورسٽيءَ جي قيام بابت هڪ رپورٽ تيار ڪئي، جيڪا 1942ع ۾ شايع ٿي. 15 مارچ 1945ع تي سنڌ جي تعليم واري وزير پير الاهي بخش، سنڌ اسيمبليءَ جي اڳيان يونيورسٽي بل پيش ڪيو. ان جي پهرين پڙهڻي 28 مارچ 1945ع تي پوري ٿي، ۽ بل کي 17 ميمبرن جي چونڊ ڪميٽيءَ جي سپرد ڪيو ويو تہ جيئن اها تعليمي ماهرن کان راءِ وٺي. ڪميٽيءَ کي ان ڪم لاءِ ٽي مهينا ڏنا ويا. 22 فبروري 1947ع تي پيرالاهي بخش ٽيون ڀيرو سنڌ اسيمبليءَ ۾ بل پيش ڪيو، جنهن تي 24، 25 ۽ 26 فبروريءَ تي عام بحث ۽ پڙهڻي ختم ٿي ۽ بل پاس ڪيو ويو. سنڌ جي گورنر سر فرانسس مودي 28 مارچ 1947ع تي قبوليت ڏني ۽ 3 اپريل 1947ع تي سنڌ يونيورسٽي ائڪٽ 17 (1947) سنڌ گورنمينٽ گزيٽ ۾ شايع ٿيو. 13 اپريل 1947ع تي ڪراچيءَ جي پراڻي علائقي رنڇوڙ لائين ۾ پيرالاهي بخش، ٽيچرس ٽريننگ اسڪول جي جاءِ تي يونيورسٽي قائم ڪرائي، جنهن 14 اپريل 1947ع کان ڪم شروع ڪيو. سنڌ جو گورنر مودي، سنڌ يونيورسٽيءَ جو پهريون چانسلر ٿيو ۽ سر غلام حسين هدايت الله پهريون پرو وائيس چانسلر، مسٽر اي. بي حليم پهريون وائيس چانسلر ۽ آغا تاج محمد پهريون رجسٽرار مقرر ٿيا.



سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪئمپس هاٽوڪو ماڊل اسڪول

اي. بي. حليم 23 اپريل 1947ع تي وائيس چانسلر جو عهدو سنڀاليو. شروع ۾ حسن علي عبدالرحمان جي مهربانيءَ سان يونيورسٽيءَ جون آفيسون سنڌ مدرسة الاسلام جي هڪ حصي ۾ قائم ڪيون ويون، پوءِ پراڻي سنڌ اسيمبليءَ جو هڪ حصو يونيورسٽيءَ جي حوالي ڪيو ويو جتي اها 1951ع تائين ڪم ڪندي رهي. ان وقت سنڌ يونيورسٽي ٽيچرس ٽريننگ انسٽيٽيوٽ طور ڪم ڪري رهي هئي. سنڌ يونيورسٽيءَ سان سڄيءَ سنڌ مان 74 ڊگري ۽ پوسٽ گريجوئيٽ ڪاليج لاڳاپيل هئا. 1951ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ کي ڪراچيءَ مان حيدرآباد منتقل ڪيو ويو ۽ اها 'نوودياله هاءِ اسڪول' حيدرآباد ۾ قائم ٿي.

سنڌ يونيورسٽيءَ جو پهريون شعبو، تعليم جو شعبو (Faculty of Education) هو، جيئن تہ هي شعبو بنيادي طور تي ٻين شعبن جي ضابطي ۾ هو، جنهن ۾ Social Science، Humanities جا شعبا شامل ڪيا ويا هئا. ان کان پوءِ ٻين شعبن ۾ واڌارو آيو ۽ ڪئمپس تعمير ڪيا ويا. 1951ع ۾ پهريون ڪئمپس ايلسا قاضيءَ جي نالي سان حيدرآباد ۾ تعمير ٿيو جيڪو هاڻي اولڊ ڪئمپس جي نالي سان مشهور آهي. ان کان پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ لاءِ ڄامشوري جهڙي پُرفضا هنڌ جو انتخاب ڪيو ويو ۽ موجوده هنڌ تي علامہ آءِ. آءِ. قاضي ڪئمپس قائم ڪيو ويو. 1961ع ۾


سنڌ يونيورسٽي جي مرڪزي لائبريري

Faculty of Science جا ڪيترا شعبا نئين ڪئمپس ۾ منتقل ڪيا ويا. 1970ع ۾ فنون لطيفہ (Art) ۽ Humanities کي بہ نئين ڪئمپس ۾ منتقل ڪيو ويو. هن وقت سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ 54 مختلف شعبا قائم آهن.

سنڌ يونيورسٽيءَ جي مُکيہ ڪئمپس ۾ مجموعي طور هر سال 20 هزار کن شاگرد مختلف شعبن ۾ تعليم حاصل ڪن ٿا، جڏهن تہ يونيورسٽيءَ سان الحاق يافتہ ڪاليجن ۾ هڪ لک جي لڳ ڀڳ ريگيولر توڙي پرائيويٽ شاگرد هر سال رجسٽرڊ ٿين ٿا. فيڪلٽي آف لا (Faculty of Law) مختلف لا ڪاليجن کي قانون جي ڊگري ڊيندي آهي. 2002ع کان سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ شام واري شفٽ ۾ ڊگري پروگرامن جو سلسلو شروع ڪيو ويو. انگلش، انفارميشن ٽيڪنالاجي، تجارت ۽ ملٽي ميڊيا ٽيڪنالاجيءَ ڪانسواءِ ڪيترائي شعبا شامل آهن. جن ۾ هڪ سال جو پوسٽ گريجوئيٽ ڊپلوما (Post Graduate Diploma) ۽ ٿوري مدي لاءِ سرٽيفڪيٽس پروگرام (Short Form Certification) بہ ڪرايا وڃن ٿا ۽ ٻيا بہ ڪيترائي پرائيويٽ مرڪز (Private Sector) هن شام واري شفٽ سان لاڳاپيل آهن.

سنڌ يونيورسٽيءَ جا هن وقت ٻہ ڪئمپس: (1) علامہ آءِ. آءِ. قاضي ڪئمپس ڄامشورو ۽ (2) ايلسا قاضي ڪئمپس (اولڊ ڪئمپس) حيدرآباد آهن، جڏهن تہ سنڌ اندر ٽي نوان ڪئمپس تازو قائم ڪيا ويا آهن. جن ۾: (1) سنڌ يونيورسٽي لاڙ ڪئمپس بدين، (2) سنڌ يونيورسٽي ميرپورخاص ڪئمپس، (3) سنڌ يونيورسٽي دادو ڪئمپس شامل آهن.

سنڌ يونيورسٽي سان لاڳاپيل خانگي ادارن ۾ سي. ايم. ايس حيدرآباد (C.M.S Hyderabad)، امسا حيدرآباد (IMSA Hyderabad)، ايم. آءِ. ايس. ٽي ميرپورخاص (MIST Mirpurkhas)، سسٽيڪ سکر (SISTECH Sukkur) ۽ قائداعظم لا ڪاليج نوابشاهہ ڪانسواءِ ڪيترائي ٻيا ڪاليج شامل آهن. جام شوري ڪئمپس ۾ انتظامي

(Administrative) بلاڪ قائم آهي، جڏهن ته ڪمپيوٽر سائنس، سوشل سائنسز، نيچرل سائنس، فائن آرٽس سميت مختلف فئڪلٽين جون الڳ الڳ عمارتون موجود آهن.

سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ شاگردن لاءِ 8 هاسٽلون: (1) شهيد بينظير ڀٽو انٽرنيشنل هاسٽل، (2) هوشو هاسٽل، (3) لعل شهباز هاسٽل، (4) ذوالفقار علي ڀٽو هاسٽل، (5) فيڊرل (جي. ايم. سيد) هاسٽل، (6) خانبهادر الهندو شاهه هاسٽل، (7) بلاڪس هاسٽل ۽ (8) فارين هاسٽل شامل آهن، جتي پري ڪان آيل هزارين شاگرد رهن ٿا. ان ڪانسواءِ ڇوڪرين لاءِ ٽي هاسٽلون (1) مارئي گرلس هاسٽل، (2) پوسٽ گريجوئيٽ هاسٽل ۽ (3) گريجوئيٽ هاسٽل موجود آهن.

سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ته ماڙ مرڪزي لائبريري (Central Library) به قائم آهي، جيڪا علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ جي نالي سان منسوب آهي. هن لائبريءَ ۾ ريفرنس سيڪشن، بڪ بئنڪ سيڪشن، اورينٽل سيڪشن، ڪمپيوٽر سيڪشن، اي. بڪ- آءِ ٽي ليبارٽري، ڊسڪشن سيڪشن سميت اخبارن جا ڌار ڌار سيڪشن قائم آهن. لائبريءَ ۾ هزارين ڪتابن جو ذخيرو موجود آهي، جنهن مان شاگرد سنو لاڀ پرائين ٿا. هن لائبريءَ کي ڪجهه علم دشمن ۽ سنڌ دشمن شرپسندن 2007ع ۾ بينظير ڀٽو جي شهادت جي آڙ ۾ باهه پڻ ڏني هئي، جنهن ۾ لائبريءَ جو ڪافي نقصان ٿيو هو ۽ ڪيترا نادر قلمي نسخا سڙي ويا هئا.

سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ راندين لاءِ حيدر بخش جتوئي پويلين موجود آهي. ڇوڪرين لاءِ فاطمه جناح جمنيزيم (Fatima Jinnah Gymnasium) ٺهيل آهي. ان کان سواءِ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جهڙو عظيم الشان ادارو آهي، جيڪو سنڌ جي ثقافت، تاريخ ۽ تمدن، زبان ۽ ادب کي اجاگر ڪرڻ لاءِ قائم آهي، جنهن ۾ عاليشان ميوزيم آهي، ميوزيم ۾ ڪجهه ڪارنرس به موجود آهن. جهڙوڪ: محمد علي جناح ڪارنر، سيد غلام مصطفيٰ شاهه ڪارنر، علامه آءِ. آءِ. قاضي ڪارنر، جي. ايم. سيد ڪارنر وغيره، جتي سياح گهمڻ ايندا آهن. انسٽيٽيوٽ جي 'بينظير ڀٽو گئلري' وڏي ۾ وڏي گئلري آهي. ان کان سواءِ يونيورسٽيءَ ۾ ڪم ڪندڙ ملازمن لاءِ به رهائشي ڪالونيون، سنڌ يونيورسٽي ڪالوني ۽ سنڌ يونيورسٽي ايمپلائيز ڪوآپريٽو هائوسنگ سوسائٽي قائم آهن، جن ۾ آفيسر ۽ ملازم ڪٽنبن سميت رهن ٿا. يونيورسٽي جي پرسان مهراڻ انجنيئرنگ اينڊ ٽيڪنالاجي يونيورسٽي ۽ لياقت يونيورسٽي آف ميڊيڪل اينڊ هيلٿ سائنسز جون حدون ملن ٿيون.

سنڌ يونيورسٽيءَ جا 1951ع کان هن وقت تائين اي. بي. حليم، علامه آءِ. آءِ. قاضي، رضي الدين صديقي، سيد غلام مصطفيٰ شاهه، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، شيخ اياز، محمد الياس ابڙو، ڊاڪٽر غلام علي الانا، مظهرالحق صديقي، نذير مغل وغيره وائيس چانسلر رهي چڪا آهن.

**سنڌ يونيورسٽي پريس، حيدرآباد:** سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ علامه آءِ. آءِ قاضي 53- 1952ع ڌاري وائيس چانسلر مقرر ٿيو. هن 1954ع ڌاري، جرمنيءَ مان ڏيڍ لک روپين ۾، جديد مشين گهرائي پريس جي شروعات ڪئي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پريس جي ڪميٽيءَ جو شروعاتي ميمبر هو. علامه آءِ. آءِ قاضي شاگردن ۾ تعليمي شوق پيدا ڪرڻ لاءِ پريس قائم ڪئي. علامه صاحب جي اها سوچ هئي ته هن پريس ذريعي، يونيورسٽيءَ جا پنهنجا پيپر ڇپجن، ڪتاب شايع ٿين، مخزن ۽ تحقيقي رسالا وغيره پڻ شايع ٿين. علامه جي انهيءَ خواهش جي پيروي ٿي ۽ هن پريس ذريعي ڪيترائي تحقيقي ڪتاب ترجمو ڪيل اردو ۽ انگريزي ۾ شايع ٿيا. هن پريس ذريعي ادبي ڪتابن سان گڏ ڊڪشنريون، تحقيقي ڪتاب، سنڌي شعبي جو مخزن ڪينجهر ۽ ٻيون مخزنون، ڪئٽالاگ، امتحاني پرچا، آفيس ورڪ جا پنا وغيره شايع ٿيندا رهندا آهن.

**سنڌي وياڪرڻ (ڪتاب):** سنڌي گرامر تي هي ڪتاب شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. هي ڪتاب هر عمر جي شاگردن کي آسانيءَ سان سمجهه ۾ اچڻ واري گرامر جو ڪتاب آهي. هي ڪتاب ابتدا ۾ پنجن ڌار ڌار ڀاڱن ۾ ڇپيو ۽ بعد ۾ پنج ئي ڀاڱا گڏي سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيا. گڏيل سنڌي وياڪرڻ جو پهريون ڇاپو 1961ع ۾، ٻيو ڇاپو 1992ع ۾، ٽيون ڇاپو 2006ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڄامشوري ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جو پهريون ڀاڱو ڇهن بابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ جملو، ڳالهائڻ جا لفظ، جنس، عدد، حالت، اسمن جو ڦيرو شامل آهي.




ڀاڱو ٻيو ويهن بابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ اسمن جا قسم، ضميرن جا قسم، صفت جا قسم، فعلن جا قسم، فعلن جو ڌاتو يا بنياد (مصدر)، اسم مشتق صيا ڪردنت، زمان، فعلن جو ڦيرو، مرڪب فعل، پربوگ، ظرف جا قسم، ترڪيب جي واٽ، تفريق يا ڇيد، ٻيهڪ جون نشانيون ڏنل آهن. ڀاڱو ٽيون علم نحو جي پنجن بابن تي مشتمل آهي. هن ڀاڱي ۾ ديباچو ڏنل آهي. ڀاڱو ٽيون پنجن بابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ان جي بناوت، سنڌي ٻوليءَ جو سنسڪرت ۽ پراڪرت سان واسطو، سنڌي باب ۽ حرف علت ۽ حرف صحيح ۽ اعراب، سنڌيءَ ۾ حرفن يا اکرن مان لفظ يا هڪڙي لفظ مان ٻيا لفظ ڪيئن ٿا جُڙن" عنوان شامل آهن. ڀاڱو ٻيو علم صرف تي ڏهن بابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ڳالهائڻ جا لفظ، اسم جو بيان، اسم ضمير جو بيان، اسم صفت جو بيان، اسم ظرف جو بيان، اسم عدد جو بيان، فعل جو بيان، زمانن جا قسم، حرف جو بيان، گرامر يا صرف نحو بابت ڪي ٻيون متفرق ڳالهيون ۽ هن جي آخر ۾ ضميمو الف ڏنل آهي، جنهن ۾ به ڀاڱا شامل آهن. ڀاڱو پهريون جدا جدا بابن مان سوال ۽ ڪتابي مثال مشقن لاءِ، ڀاڱي ٻئي ۾ سوال ۽ ان ڪانسواءِ مثال ۽ مشقون ڏنل آهن. ڀاڱو چوٿون ڇئن بابن تي مشتمل آهي. هن ڀاڱي ۾ به ديباچو ڏنل آهي.

ڊبل ڪرائون سائيز جو هي ڪتاب 366 صفحن تي مشتمل آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 220 روپيا آهي.

**سِنڌن/ سِنڌڻ:** سنڌ جي قديمي ڪپڙي جو هڪ قسم، جنهن کي قديم زماني ۾ سڄيءَ دنيا ۾ 'سنڌن' يا 'سنڌڻ' جي نالي سان سڃاتو ويندو هو. چيو وڃي ٿو ته هي سنڌي لفظ 'سنڌڻ' جو بين ٻولين ۾ تبديل ٿيل اُچار آهي، جيڪو سنڌڻ مان ڦري 'سنڌن' ٿيو. 'سنڌن' جو ذڪر بابل، مصر ۽ يونان جي تاريخن ۾ ملي ٿو. 'سنڌن' اصل ۾ سنڌ ۾ تيار ٿيندڙ 'ململ' کي سڏيو ويو آهي. دنيا جا بادشاهه ۽ اميرامراءَ هن ڪپڙي کي وڏي شان سان پهريندا هئا. روايت آهي ته حضرت عيسىٰ عليہ السلام جيڪو ڪپڙو اوڍيندو هو، سو سنڌن جو هوندو هو. جڏهن حضرت عيسىٰ عليہ السلام کي صليب تي چاڙهيو ويو، تڏهن به سنڌ جو اهوئي ڪپڙو سندس تن تي پهريل هو.

بابل جي تهذيب، تاريخ ۾ وڏي اهميت رکي ٿي، اتان جا بادشاهه به سنڌ جو هي ڪپڙو اوڍيندا هئا. يوناني مؤرخن به سنڌ جي اٽيل ڪپڙي 'سنڌن' جو ڪافي ذڪر ڪيو آهي. روم جو بادشاهه آگسٽوس 'سنڌن' ڪپڙو گهرائي بادشاهي ويس ٺهرائيندو هو. سنڌ جو هيءُ سوٽي ڪپڙو قسطنطنيہ جون شهزاديون به پسند ڪنديون هيون، ڇو ته هي بين ريشمي ڪپڙن کان وڌيڪ آرامده هو. مصر جون رقاصائون هن ڪپڙي کي پائي محفلن ۾ رقص ڪنديون هيون، ڪين مصر جي گرم ترين ريگستاني ملڪ ۾ هي سنهو ۽ ٿڌو ڪپڙو پائڻ بهتر ٿيندو هو. مصر جي بادشاهن جي لاشن کي ممي ڪرڻ وقت پڻ 'سنڌن' ڪپڙي جون پٽيون ڪتب آنديون وينديون هيون. 'سنڌن' ڪپڙو سنهو ۽ هلڪو هوندو هو. ٿڌي هجڻ ڪري گرم ملڪن ۾ گهڻو گهرايو ويندو هو. سنڌ جا صدين کان وڻج واپاري واسطا سڄيءَ دنيا سان رهيا آهن. بغداد، دمشق ۽ اسپين پاران سنڌ جي بندرگاهن تان هيءُ ڪپڙو وڏين ٻيڙين ذريعي پرچي ويندو هو. ايران ۽ افغانستان جيڪي ماضيءَ ۾ 'فارس' ۽ 'قنڌار' جي نالن سان مشهور هئا، اتي سڪي ۽ روهڙيءَ جي رستي کان ائن جي قافلن ۾ هي ڪپڙو پرچي ويندو هو. سنڌ جي هن ناياب ڪپڙي جو ذڪر 'توريت' ۾ به ملي ٿو. هندن جي ڌرمي ڪتابن 'رگ ويد' ۽ 'يجروِيد' ۾ 'سنڌن' جو احوال آيل آهي. ٻڌمت جا راجا ۽ مهاراجا 'سنڌن' ڪپڙو مهرلڳائي پائيندا هئا ته جيئن ڪو گهٽ عهدي وارو امير، وزير يا ڪو بيو راجا اهو لباس نه پائي سگهي. عرب سياح ۽ مؤرخ سليمان تاجر پنهنجي سفرنامي ۾ 'سنڌن' جو ذڪر ڪندي چيو آهي ته: "عرب ملڪن ۾ جيڪو ڪپڙو مشهور آهي ۽ شاهوڪار پائيندا آهن، سو سنڌ ملڪ جو آهي." خليفي هارون رشيد ته سنڌ جي ڪجهه عراق جي زمينن ۾ پوکائي 'سنڌن' جو ڪپڙو تيار ڪرايو هو، پر اهو معياري نه ٻڌجي سگهيو، جيڪو سنڌ جي زمين جي ڪپهه ۽ ماهر ڪاريگرن جي هنر سان تيار ٿيندو هو.

ارغونن، ترخانن ۽ منگولن به هن ڪپڙي کي پسند ڪيو ٿي. اهي ڌاريون حملي آور قومون جڏهن سنڌ ۾ وارد ٿينديون هيون، تڏهن سون، چانديءَ ۽ هٿيارن جي ڦرلٽ سان گڏ هن ڪپڙي جي به ڦرلٽ ڪنديون هيون. هن ڪپڙي جو مرڪز لاڙ جا علائقا هوندا هئا ۽ بندرگاهه به انهن ئي علائقن ۾ هوندا هئا، تنهنڪري هي ڦرلٽ جو سامان ٻاهر ڪڍي وڃڻ سولو هوندو هو. جوزف سالبئڪ لکي ٿو ته: ايراني سنڌ جو ڪپڙو ۽ نير خريد ڪندا هئا، جيڪي پنهنجي ملڪن ۾ ٻيڻ تي وڪرو ڪندا هئا. نڪولس وٽنگٽن لکي ٿو ته: مغل دور ۾ سنڌ سوٽي ڪپڙي ۾ شهرت رکندڙ ملڪ هو ۽ دنيا جي مارڪيٽ هوندي هئي. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي دور ۾ هيءُ ڪپڙو يورپ تائين پهتو ۽ سارا هيو ويو. انگريزن جي دور ۾ برطانوي راڻيون ۽ انگريز فوجي آفيسرن جون عورتون هيءُ ڪپڙو شوق سان پائينديون هيون. مغليہ سلطنت جي اهم ڪردار اڪبر بادشاهه کي به جمڻ ڪانپوءِ 'سنڌن' ڪپڙي ۾ ويڙهيو ويو هو.

**سنڌي بندر:** هي بندر ٺٽي ضلعي جي مغلپين جاتيءَ کان ڇئن ميلن جي پنڌ تي ڏکڻ- اولهہ طرف، سنڌو نديءَ تي هو. هن بستيءَ کي 'سيرڳنڊو' ڪري سڏيندا هئا. هن بندر تي سيرڪاري ذريعي ٻيڙيون پهچنديون هيون. هي بندر 1897ع ۾ تمام مشهور ۽ آباد هو. هتي هر وقت ٻيڙين ذريعي ماڻهن جي اچ وڃ ٿيندي هئي. هن بندر ذريعي اناج جو واپار تمام گهڻو ٿيندو هو. ڪڇ ۽ لکپت ڏانهن چانورن جي روانگي هن بندر تان ٿيندي هئي. هن بندر تي 1911ع کان 1916ع تائين ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ خريداري ۽ وڪري ۾ تمام گهڻو ناڻو ڪمايو. هن ڪمپنيءَ هن بندر ذريعي دنيا جي بين ملڪن ڏانهن مال موڪليو ۽ اتان گهرايو. آهستي آهستي هن بندر جو زوال شروع ٿيو.

**سُنڍ:** سُنڍ سُڪل ادرڪ کي چوندا آهن. ان جو انگريزي نالو Ginger ۽ سائنسي نالو Zingiber officinale آهي. سُنڍ جون زيرزمين ڳڙيون يا ڳنڍيا (Underground Stem or Rhizomes) پاچين ۾ ذائقي وڌائڻ لاءِ مصالحي طور استعمال ڪيا آهن. سنڍ جي استعمال سان هاضمي جي



خرابي يعني بادي وغيره گهڻيءَ حد تائين ختم ٿيو وڃي. سُڪل سنڍ جو اثر گرم ٿئي ٿو تنهنڪري هن کي سرديءَ جي اثر کي ختم ڪرڻ لاءِ تيل ۽ جاڻ سان گڏي گرم ڪري استعمال ڪبو آهي. سُنڍ جو فصل هڪ پراڻو فصل آهي، جنهن جي صدين کان پوک ٿيندي آهي. هن فصل جو اصل وطن ڏکڻ ايشيا وارا علائقا آهن، جتان پوءِ هي فصل دنيا جي بين ملڪن ڏانهن پکڙيو آهي. هن وقت هن فصل جي پوک دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ ڪئي وڃي ٿي. سنڍ جي پوک سمنڊ جي سطح کان وٺي

5000 فوٽن جي بلنديءَ تائين ڪري سگهجي ٿي. هن فصل جي اوسر لاءِ ڇانو ۽ جهجهي آلاڻ جي ضرورت پوي ٿي. هن فصل جي پوک باغن ۾ بهتر ٿيندي آهي ۽ اتي فصل وڌيڪ ڪامياب ٿيندو آهي. سنڍ جي پوک سنڌ ۾ ڪاميابيءَ سان ڪري سگهجي ٿي، پر ان لاءِ ضروري آهي ته فصل جي مٿان ڇانو ڪئي وڃي ۽ گهڻو پاڻي ميسر هجي. سنڍ جي سٺي فصل مان 90 کان 125 مڻ آلي سنڍ يا ادرڪ حاصل ٿئي ٿي.

**سَنڍپڻو** (Sterility, Infertility): جوڙي جي شاديءَ ڪانپوءِ پاڻ ۾ گڏ رهڻ جي باوجود بہ ٻار (Ofspring) نہ ٿئي، تہ ائين سمجهڻ گهرجي تہ عورت ۾ ڳپ جهلڻ (Conceive) يا مرد ۾ عورت کي ڳرڀوتي ڪرڻ (Induce Conception) جي صلاحيت نہ هجڻ کي سَنڍپڻو چئبو آهي. مجموعي طور هڪ مشاهدي موجب سنڍپڻي جي ڪارڻن جو پنجاهہ سيڪڙو سنڍپڻو عورتن ۾ ٿئي ٿو ۽ پنجويهہ سيڪڙي جو واسطو مردن سان آهي جڏهن تہ باقي پنجويهہ سيڪڙي جو واسطو (ٻنهي) زال مڙس وچ ۾ سندن ازدواجي زندگي، سماجي حالتن، گهريلو مسئلن، صحت، جنسي زندگيءَ جي طريقہ ڪار ۽ ان کان اڻ ڄاڻائي، جنسي عضون جي پيدائشي نقص، نفسياتي، جنسي ۽ جسماني بيمارين سان آهي.

**(1) عورتن (Females) ۾ سنڍپڻي جا سبب:**

(I) ٻيجڙين Ovaries/ Oophors جون بيماريون: جيئن ڪنهن بہ عورت کي پيدائشي (Congenital) ٻيجڙيون نہ هجن، ٻيجڙين مان مادري ڪچي تخمي ٻيجي (OVA) جي پختي ٿيڻ (Ovum) ڪانپوءِ مقرر وقت تي نڪرڻ جو عمل (Ovulation) ٿي نہ سگهي. جنهن جا گهڻائي سبب آهن جيئن ٻيجڙيون پيدائشي ننڍيون هجن يا سُسي (atrophy) وڃن، يا ٻيجڙين ۾ پيدائشي بناوتي نقص (Hypoplasia) هجي يا وري ان جي واڌ ويجهہ ۾ نقص (Aplasia of Oophrons) هجي، جنهن کي (Turners Syndrome) بہ چئبو آهي. ٻيجڙين جو ناقص فعل (Defective Function) جنهن جي ڪري مادري پختو ٻيجو (Ovum) ٻيجڙين مان نہ نڪرندو آهي يا وري هر هر ٻيجايو نڪرڻ ڪري مرداني تخمي ٻيجي (Spermatazoa) ساڻ ٻُڪجي (Fertile) ناهي سگهندو. ٻيجڙين جي جراحي (Oophorectomy) ڪري ڪڍي (Excision) ڇڏجي. ٻيجڙين ۾ پاڻيائي ڦوڙهيون (Oophorocystosis/Polycyst)، رسوليون Ovarian Tumor، ٻيجڙين جا گومڙ (Oophoroma) وغيره هجن. تنهن ڪانسواءِ ٻيجڙن مان رت وهندو Oophorrhagia رهي جنهن جو سبب ٻيجڙين ۾ سور ڪري ڦاٽي (Burst) پوڻ يا وري ٻيجڙين جي جراحي ڪرڻ.

(II) ڳپ/ ٻيجڙي ناليون (Utrine/Fallopian tubes) بند (Obstruct) هجن جنهن جو گهڻي ڀاڱي سبب جنسي عضون جون روڳي بيماريون (Pelvic inflammatory Diseases (PID)، ڪنهن ڌڪ لڳڻ (Traumatic Injury)، ڪري يا ٻيجايو حمل Ectopic Pregnancy ڪري ڳپ نالي ڦاٽي پوي. لُنڊي آنڊي (Appendix) جي ڦاٽي پوڻ يا ان جي جراحي ڪرڻ. تنهن ڪانسواءِ وڏي آنڊي جو ڦٽ (Colon Ulcer) وغيره.

(III) ڳپيرڻ (Utrus) جون ڪوڙ بيماريون: پيدائشي ٻچي داني نہ هجي، ٻچيدانيءَ جي بناوت ۽ بيهڪ ۾ نقص هجي. ڳپيرڻ سُسي (arophy) وڃي، جائي جمر کان ٻچي داني ننڍي هجي، ڳپيرڻ اٿلي پوي (inversion) ڳپيرڻ سن ٿي وڃي (inertia) ڍلهڙي ۽ ڪمزور ٿي (atonic)، هيٺ لهي اچي يا مادري رستي کان ٻاهر نڪري پوي (Prolapsus) يا ڦاٽي (Rupture) پوي. ڳپيرڻ ۾ گوشت جا لوٿڙا (Moles) هجن. رسولي (Fibriod) گومڙ/گلٽيون (Utrotumours) هجن. ڳپيرڻ ۾ اجائي غير طبعي واڌ (Growth) هجي، تنهن ڪانسواءِ ڳپيرن جي گهڻين مهلڪ بيمارين ڪري جراحي (Urotomy) ڪئي وڃي جيئن مهلڪ رسوليون (Fibroiods) گومڙ Malignant Tomours غير طبعي واڌ Growth يا ڪينسريائي واڌ (Cancerous Growth) ڳپيرڻ جي تهہ (Endometrium) ۾ پراڻو (Chronic) سور ۽ سوڄ (Endometritis) هجي. ٻچي دانيءَ جي تهہ Endometrium کي جوڙيندڙ اوجا (Connective Tissues) ڳپيرڻ جي بدران نهائين يا ڪنهن ٻئي جنسي عضون ۾ ڳنڍيل هجن.

**(IV) ڳهڻ (Cevix) جون بيماريون:** جيئن ڳهڻ جو رستو بند هجي، يا ڳهڻ مان تيزابي سُٽ (Mucus) رسندو رهي جنهن جي ڪري مرد جا جنسي جيوڙا مري وڃن يا اهڙا ڪمزور ٿي پون جو ڳُرڻ جي لائق نہ رهن ۽ ڳپ ناليءَ تائين پهچي نہ سگهن.

**(V) ڪنوارپ جو پردو (Hymen):** ڪڏهن ڪڏهن هي پردو ايترو تہ سخت هوندو آهي جو شاديءَ ڪانپوءِ گهڻن سالن تائين ٽٽي ناهي سگهندو جنهن جي ڪري مرد جا جنسي جيوڙا ڳپ ناليءَ تائين پهچي ناهن سگهندا. هن پردي کي هٽائڻ لاءِ معمولي آپريشن ڪيو ويندو آهي.

(VI) هٺرادو بک ڪاٽڻ (Anorexia Nervosa) کي عورتون جسم جو وزن يا ٿولهہ (Obesity) گهٽائڻ لاءِ هٺرادو بک ڪاٽڻ لاءِ ماني کائڻ ڇڏي ڏينديون آهن.

**(VII) پرميل (Gonorrhoea):** هن بيماريءَ ۾ ورتل عورت جيڪڏهن سُتت علاج ڪرائي بيماريءَ مان ڇوٽڪارو حاصل نہ ڪيو تہ اها عورت سڄي عمر لاءِ سَنڍ رهجي ويندي آهي.

**(VIII) ملي/ڳرهارو (Mumps):** جيڪڏهن ٿُڪ پيدا ڪندڙ غدودن (Salivery /Parotid Glands) ۾ سور ۽ سوڄ جي هجيءَ بيماري ملي/چالي/ ڳرهاري عورت کي جواني خاص ڪري ڪنوارپ ۾ ٿئي تہ ان جو ابتو اثر عورت جي ٻيجڙين تي ٿيندو آهي جو مادري تخمي ٻيجو ناقص ٿيندو آهي ۽ عورت کي تاحيات ٻيجڙين ۾ سور ۽ سوڄ ساڙو (Inflammation) ٿي پوندي آهي. تنهنڪري هن بيماريءَ جو سست علاج ڪرائڻ گهرجي.

**(IX) آسپاس جو ماحول (Environment):** عورت جي ارد گرد جو ماحول خاص ڪري نئين ڪنوار لاءِ ماحول اڻ وڻندڙ هوندو تہ ذهن تي وزن (Stress) پوندو آهي، پريشاني ۽ صدمي جو ماحول جڙي پوندو آهي، تنهن ڪري عورت جو سَنڍ ٿيڻ پنهنجي جاءِ تي پر جيڪڏهن ڪيس اميد واري

ٿي ته به ڪن حالتن ۾ (سدائين) ٻار ڪُھائي (Abrotion) ٿي ويندو آهي ۽ اهڙو حادثو عورت کي گھڻو ڪري اميد واريءَ جي ٽئين مهيني ٿيندو آهي.

(X) دوائن جو اثر (Drugs Effect) ڪوڙ اهڙين دوائون آهن جن جي واپارائڻ ساڻ اهڙو ابتو اثر ٿئي ٿو جو عورتون سنڍ ٿي وڃن ٿيون اهڙين دوائن ۾ (1) Tricyclic Antidepressents، (2) Phenothiazine، (3) Methyledopa، (4) Digoxin ۽ (5) Reserpine وغيره.

**(2) مردن (Males) ۾ سنڍپڻي جا سبب:**

(I) خصين/ آنورن (Tests) جون بيماريون: جيئن ڪنهن مرد کي پيدائشي آنورا Testsemia نه هجن يا پيدائش کانپوءِ آنورا هيٺ خصين جي ڳوٿري/ٿيلهي (Scrotum) ۾ نه لهن (Aberratio a Tests) آنورا بلڪل ننڍا هجن (Testicularatrophy) جن جي يا ته واڌ ويجهه ٿي نه سگھي يا سُسي ننڍا ٿي وڃن. آنورن ۾ گومڙ يا ڪا غير طبعي واڌ ٿيڻ ڪري جراحي ڪري آنورن کي ڪڍيو ويو هجي. آنورن ۾ يا خاص ڪري آنورن جي ٿيلهيءَ ۾ پاڻي پرجي وڃڻ جي بيماري (Hydrocele) جنهن جي ڪري آنورن جي ٿيلهي وڏي ٿي وڃي. ڪڏهن ڪڏهن آنورن جي ٿيلهي ايڏي وڏي ٿي ويندي آهي جو ان جي جراحي ڪري ڪڍي (Incision) ڇڏبي آهي. ڇن (Hernia) ۽ خصين ۾ پاڻي پرجي وڃڻ (Hydrocele) جي ٻنهي صورتن ۾ خصيا وڏا ٿي ويندا آهن، پر ٻنهي جي علامتن ۾ فرق اهو آهي ته ڇن دوران آنورن ۾ سور ٿيندو آهي، جڏهن ته خصين ۾ پاڻي پرجي وڃڻ ڪري خصيا ڪيترا به وڏا ٿي وڃن، پر سور ناهي ٿيندو. آنورن ۽ آنورن جي ٿيلهيءَ جون نسون سُجي وڏيون ۽ (ويڪريون) ٿي (Vericose Veins) ويندڻون آهن. تنهنڪري خصين ۾ سور به ٿيندو آهي ۽ اندر گرمي (Heat) به پيدا ٿيندي آهي خصين ۾ اندر گرمي پيدا ٿيڻ ڪري مني Semen گهٽ ٺهندي (Oligo Sperma) آهي يا بلڪل ڇڏي ۽ ناقص ٺهندي آهي، جنهنڪري مرد جي تخمي ٻيجي جي پيدا ٿيڻ تي وڏو اثر پوندو آهي. ڪن حالتن ۾ ته مرد جو تخمي ٻيجو ٺهندو ئي ناهي. تنهن ڪانسواءِ آنورن ۾ پراڻي سوج ۽ سور جي بيماري (Orchitis) جنهن جو گهٽي ياڳي جواني ۾ ڳرهاري/ مليءَ جي بيماري (Mumps) وغيره يا آنورن جون مهلڪ بيماريون جيئن آنورن جي سلهه، سفلس ۽ مهلڪ رسولي/گومڙ يا ڪينسريائي واڌ، مردن ۾ سنڍپڻي جو سبب بڻبا آهن.

(II) ڄائي ڄم کان مرد جي منيءَ ۾ مرد جو تخمي ٻيجو Spermatazoa نه هجي (Spermaemia) يا بلڪل گهٽ هجي (Spermacrasia) جنهن جو سبب اهي سڀئي ڪارڻ آهن. جيڪي مٿي خصين/ آنورن جي بيمارين ۾ ڏنا ويا آهن يا وري هيٺ منيءَ جي بيمارين ۾ ڏنا ويندا.

(III) منيءَ جي ڪا به بيماري (Spermato pathy) جيئن مني گهٽ ٺهڻ، ناقص ٺهڻ، جماع کان فارغ ٿيڻ کانپوءِ مني نه نڪري جو منيءَ جي نالي بند هجي (Sperm atom praxis) يا وري مني جي نالي ۾ ڳوڙهي Spermatocyst يا ڪا واڌ هجي.

(IV) مردن ۾ ڄائي ڄم کان منيءَ جي نالي (Vasdefrens) نه هجي، منيءَ جي نالي ۾ دائمي سور، سوڄ Spermatitis ۽ سوزش هجي.

(V) مرداني (آلت) جي بڻاوت ۾ نقص هجي جنهن ۾ مرداني عضوي جي هيٺان سوراخ (Hypospadias) هجي جنهن ڪري جماع کانپوءِ مني هيٺ خارج ٿئي ۽ عورت جي مادري رستي تائين نه پهچي.

(VI) نامردي (Impotency) مرد جماع جي لائق نه هجي، يا ڄائي ڄم کان نامرد (Eunuch) هجي يا وري ڪيس سرعت انزال (Pre-ejeculation) جي بيماري هجي جنهن ڪري مرد عورت ساڻ ملڻ سان يا اڳ ۾ فارغ ٿي وڃي.

(VII) مثاني جي غدود (Prostrate Gland) جي آپريشن کانپوءِ مرد جي منيءَ جو اخراج ٻاهر ٿيڻ بدران مثاني (Bladder) ۾ اندر ٿئي (هيءَ حالت ڪڏهن ڪڏهن ٿيندي آهي).

(VIII) پرميل (Gonorrhoea) جي بيماريءَ ۾ ورتل مرد جيڪڏهن سُتت علاج ڪرائي بيماري مان ڇوٽڪارو حاصل نه ڪيو ته مرد سڄي عمر لاءِ سنڍ رهجي ويندو آهي.

**سنڍپڻي جا قسم: Typef of Sterility:**

(1) Absolute Sterility: مڪمل لياقت/ سگهه نه هجي جو ٻار (Offspring) پيدا ڪري سگهجي (پيدا ڪرڻ جي سگهه به نه هجي) نه ئي سنڍ پڻي جو (جوڙي) علاج ڪرايو هجي.

(2) Female Sterility: عورت ان لائق نه هجي جو ٻار پيدا ڪري سگهي جنهن جا سبب مٿي عورت جي سنڍپڻ ٿيڻ ۾ ڏنا ويا آهن. جن سببن ڪري عورت ڳپ جهلي نه سگهي.

(3) Male Sterility: مرد ان لائق نه هجي يا مرد ۾ اها لياقت نه هجي جو عورت جي مادري ٻيجي کي ٻوڪي سگهي. جنهن جا سبب مٿي مرد جي سنڍپڻي ۾ ڏنا ويا آهن.

(4) Primary Sterility: اهڙو سنڍپڻو جنهن ۾ جوڙي جي ڪڏهن به ٻار ساڻ جهولي پري (Conception) نه هجي.

(5) Secondary Sterility: اهڙو سنڍپڻو جنهن ۾ جوڙيءَ کي شادي کانپوءِ رڳو هڪ ئي ٻار ٿيو هجي باقي عمر جوڙو سنڍ هجي.

**(ب) تحقيق/تشخيص Investigation/Diagnosis:** جوڙي جو يا جوڙي مان ڪنهن به هڪ (مرد توڙي عورت) جي سنڍپڻي جو علاج ڪرڻ وقت مرد توڙي عورت جي سنڍ ٿيڻ جا سبب معلوم ڪجن جيڪي هر هڪ جنس لاءِ مٿي ڏنا ويا آهن. انهيءَ ساڻ گڏ جوڙي جي عمر ڪرت، پهرئين شادي (ٿي هجي ته ان مان ٻار ٿيا يا نه) ۽ شاديءَ جو عرصو معلوم ڪيو وڃي. مرد جي مني Semen جي ليبارٽري ٽيسٽ ڪرائجي جيئن منيءَ جي خاصيت جي خبر پئي. ساڳي وقت عورت جي Laparoscopy ڪرائجي، جيئن ٻيجڙين ۾ مادري ٻيجي جي ٿيلهي (Corpusluteum) ۾ موجود ٻيجي جي خاصيت جي خبر پوي. تنهن ڪانسواءِ جوڙيءَ ۾ ڪي مهلڪ بيماريون هجن جيئن سلهه، دم، ڦقڙن ۽ جگر جون

بيماريون، سنڌن جو سور، ٿائيرائيڊ غدود جون بيماريون ۽ ذيابيطس وغيره ته اهڙيون مهلڪ بيمارين جو علاج سنڌپٽي جي علاج کان اڳ ۾ ڪيو وڃي.

**سن ڍنڍ**: ضلعي نوابشاهه جي تعلقي دولتپور ۾، سن ساوڙيءَ جي پرسان، ديهه ساوڙي، سرڪل ۽ تپي ساوڙيءَ ۾ سن ڍنڍ موجود آهي. هن ڍنڍ کي سن هاريچي ڍنڍ به چيو ويندو آهي، جنهن جي اتر اولهه ۾ سن ڍورو موجود هو. هيءَ ڍنڍ سهڻي درياهه جي ڇڏيل ڍنڍ آهي، جنهن جي وهڪري ختم ٿيڻ سان ڪيترا ڳوٺ ويران ٿي ويا.

**سنسار** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي برک ليکڪ تيرٿ بسنت جي تخليقي ويچارن تي مشتمل آهي، جيڪي نثري نظم واري انداز ۾ لکيل آهن ۽ ان جا ڪيئي عنوان آهن. جهڙوڪ: سفيد وار، سياڻي سياڻي، نلها سپنا، پيار جو سڏ، چمپا، سنجها جا گهنڊ، بيڪارڻ، مٺي جو مهينو، سياڻي اياڻپ، انا ساگر، انسان، پٽرس جون پراچين ڪلائون، درشٽي سرشٽي، لنبو سفر، پمتڪار، بڪايل خيال، تن ۾ تؤنس، قيامت جي ڪرامت، گرم احساس، پريشان دنيا، انادي انت ڪار، ڇيڳري دل، ڌرتيءَ جي دز جو شان، ڌرتيءَ جي پڪار، پرٿويءَ جي پڪار، پچري ۾ پکي، خود خيالي، وشو درشن وغيره وغيره.




ڪرائون سائيز جي 268 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، ڇيتانند لالواڻيءَ، پارت جيون پرنٽنگ پريس، بمبئيءَ مان ڇپايو ۽ تيرٿ بسنت 1982ع ۾، دهليءَ مان پڌرو ڪيو ڪتاب جي قيمت 20 روپيا آهي.

**سنسار چڪر** (رسالو): هيءُ ماهوار سنڌي رسالو 1916ع ۾ ڪراچيءَ مان جاري ٿيو. جنهن جو مالڪ مهراج هرومل پريمچند شرما هو. هن رسالي ۾ سنڌي ناول جا سلسلا ۽ ڪهاڻيون شايع ٿينديون هيون. جنهن جي ليکڪن کي انعام پڻ ڏنا ويندا هئا. هيءَ رسالو تمام دلچسپ هوندو هو. هن رسالي کي برما، سيلون، چين، جپان، آمريڪا، آفريڪا ۽ يورپ ۾ رهندڙ سنڌي ماڻهو گهرائي پڙهندا هئا. هن رسالي پڙهندڙن ۾ ڪافي مقبوليت ماڻي. هي رسالو ورهاڱي بعد مڪمل بند ٿي ويو.

**سن ساوڙي**: سنڌ جو جهونو ڳوٺ سن ساوڙي، موري کان 25 ڪلوميٽر اوڀر طرف آهي. ڪن تاريخي روايتن موجب راجا ڏاهر سن ساوڙيءَ ۾ اچي رهندو هو. هتي هڪ قديم دڙو به آهي، جنهن لاءِ گمان ڏيکاريو ويو آهي ته اهو ماڳ راجا ڏاهر جي بيٺڪ هئي. سن ساوڙيءَ جي انهيءَ ماڳ کي ’واريءَ جو دڙو‘ سڏيو وڃي ٿو. هي قديم ماڳ ٻڌ دور جو يادگار آهي. سن ساوڙي، ’سن وِهار‘ جو بگڙيل تلفظ آهي. تاريخ ۾ آهي ته هن ئي ڳوٺ مان سنڌوءَ جو طاقتور وهڪرو لنگهندو هو. پر وقت گذرڻ سان گڏ درياهه به پنهنجو پاسو بدلائي ويو. سن ساوڙيءَ جي پرپاسي ۾ صديون پراڻا آثار مليا آهن، جيڪي سرڪار پاران محفوظ ڪرڻ لاءِ ڇوڏيواري ڏني، ماهرن کان تحقيق ڪرائي پئي وڃي. سن ساوڙيءَ ۾ زراعت ۽ چوپائي مال تي عام ماڻهن جو گذران آهي. هتي تاريخي قبرستان پڻ آهي، جنهن لاءِ ٻڌايو وڃي ٿو ته اهو عربن جي دور جو آهي. قديم ٺل مير رکڻ هتان کان ڇهه ڪلوميٽر اولهه ڏکڻ ۾ واقع آهي.

**سنسڪرت** (Sanskrit): سنسڪرت هندستان جي ڪلاسيڪي ٻولين ۾ شمار ٿئي ٿي، جنهن ۾ جينين، ٻوڌين، هندن ۽ سکن جا پاڪ ڪتاب لکيل آهن. هيءَ ٻولي هندستان جيي ٽيويهن (23) نمبر سرڪاري ٻولي آهي، جڏهن ته نيپال ۾ به هن ٻوليءَ کي سرڪاري ٻوليءَ جو درجو حاصل آهي. جيئن يورپ ۾ يوناني ۽ لاطيني ٻولين وڏي اهميت وارين ۽



پنهنجي تاريخ رکن ٿيون، ائين ڏکڻ ايشيا ۾ سنسڪرت زبان کي مذهبي ۽ سماجي حيثيت حاصل رهي آهي. هن ٻوليءَ جو وجود 1700 ق. م ۾ ملي ٿو، جنهن ۾ ويد لکيا ويا. ڪلاسيڪي سنسڪرت ۾ رگويد لکيو ويو، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اهو سنڌونديءَ جي ڪناري تي لکيو ويو هو. جيڪو سنسڪرت زبان جو شاهڪار ڌرمي گرنٿ آهي. پوءِ جي لکيل ويدن (سام ويد، يجرويد ۽ اٿرويد) جي ٻولي مختلف آهي. سنسڪرت هندو ڌرم جي پوتر ٻولي آهي، جنهن ۾ گيت ۽ منتر لکيا پڙهيا وڃن ٿا. پاڻيني جهڙي عالم هن ٻوليءَ جو گرامر 500 ق. م ۾ جوڙيو هو.

لفظ سنسڪرت جي معنيٰ آهي ’سُڌاريل‘. سنسڪرت مقامي پراڪرت يعني ’اصلوڪي‘/ فطري ٻولين مان نڪتل آهن. پراڪرتون، هندي، نيپالي، آسامي، مرهٽي، ڪونڪڻي، اردو ۽ بنگالي وغيره جون مائرون آهن. سنسڪرت تي دراوڙي ٻولين جو به گهڻو اثر آهي. عالم هن ٻوليءَ کي ٻن حصن ۾ ورهائين ٿا: (1) ويدي سنسڪرت، (2) ڪلاسيڪي سنسڪرت. جيتوڻيڪ ٻنهيءَ ۾ ڪو خاص فرق نه آهي، سواءِ لفظن، اُچارن ۽ ٿوري گهڻي سٽاءَ جي، جو ته ويدي سنسڪرت پراڻي هئي ۽ سنڌوءَ جي ڪناري تي ويهي هتان جي ماڻهن اُن ٻوليءَ ۾ پنهنجا ويچار وندايا هئا. اها شاعري/ ڪاويه هئي، پر بعد جي سنسڪرت ۾ ڪافي ٻيا لفظ شامل ٿي ويا. پاڻيني گنڌار (هاڻوڪي ٽيڪسيلا) ۾ ويهي سنسڪرت جي اٺن باب جو گرامر جوڙيو هو.

ڪلاسيڪي سنسڪرت ۾ رامائڻ ۽ مهاڀارت (ڪتاب) لکيا ويا، جيڪي نيم تاريخي داستان آهن. ٻوڌين جا ابتدائي نوشتا به سنسڪرت ۾ لکيل آهن، پر پوءِ اهي پالي ٻوليءَ ۾ لکيا ويا، ڇو ته سنسڪرت پوتر ۽ عام ماڻهوءَ لاءِ ’منع ڪيل‘ ٻولي هئي. گهٽ ذات وارن لاءِ سنسڪرت ڳالهائڻ تي بندش پيل هئي، جيڪا ڳالهه ٻوڌين لاءِ ناقابل قبول هئي، ان ڪري سنسڪرت کي ’آسماني ٻوليءَ‘ جو درجو ملڻ ڪري سنسڪرت لاءِ نقصان جو سبب بڻي.

هن ٻولي ۾ 48 آواز آهن، جن مان 35 وينجن طور ڪم اچن ٿا ۽ 13 اکر سُريا لاڪنائون (Vowels) آهن. هيءَ ٻولي ديوناگري لپيءَ ۾ لکي وڃي ٿي.

**سنسڪرت لپي**: هندستان جي ڪلاسيڪي ٻولي سنسڪرت هاڻي ديوناگري لپيءَ ۾ لکي وڃي ٿي.

هيءَ ٻولي 19 صديءَ جي شروعات کان ديوناگري لپيءَ ۾ لکي وئي، جيڪا برهمي لپيءَ مان نڪتل آهي، پر ان کان اڳ هيءَ ٻولي مختلف لپين ۾ لکي ويندي هئي؛ جن ۾ برهمي خط، کروشتي خط، سرادا خط، سڌام خط ۽ بنگالي خط شامل آهن. 18 صديءَ جي آخر ۾



ڪجھ وقت سنسڪرت ٻولي لاطيني خط ۾ به لکي ويندي هئي. هن لپيءَ ۾ سنسڪرت لکڻ لاءِ 18 سر يا لاڪنائون (Vowels) ٿين ٿيون، جڏهن ته سنسڪرت کي پنهنجا 13 سُر آهن ۽ وينجنن جو تعداد 35 آهي، جڏهن ته ديوناگري لپيءَ ۾ ڪجھ وينجن ۽ سُر اضافي آهن.

**سنڪو** (ديهه): تعلقي اوٻاوڙي، ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عبدالله راڄڙي، عليم راڄڙي، صاحبڏنو راڄڙي ۽ جان محمد لغاري.

**سَنکُ** (Conch): اصل ۾ هي سامونڊي ’ڪوڏ‘ ٿئي. جنهن جي ڊيگھه ۽ ويڪر به مختلف هوندي آهي. هن جو سرو سوڙهو هوندو آهي. اتان ڦوڪ ڏبي آهي ته کليل هئي پاسي کان نفيل جهڙو پر ٿلهو آواز نڪرندو آهي. هي سامي فقيرءَ پينار پاڻ سان کڻندا آهن. هن ساز جو موسيقيءَ سان ڪو واسطو نه آهي. نه ڪو هن مان ڪي سر ٿي نڪرن، پر آواز سان واسطي جي ڪري هن جو ذڪر ڪيو ويو آهي هن ساز جو هندو ڌرم سان وڏو ۽ اوائلي واسطو آهي. هن جي وڄت نيڪي يا ڀلائيءَ جي برائيءَ تي





فتح جو اعلان سمجهبي آهي. سنک جو ذڪر اٿر ويد ۾ به آهي. هي ايامن کان انسان جي استعمال هيٺ آهي. ڀڳوت گيتا ۾ لکيل آهي ته جنگ دوران هي ساز گهڻو وڄايو ويو هو هن ساز کي پنج جنيا سنگ، ديواڌت، مهاشن پونڊر ۽ هين نالن سان به سڏيو ويو هو. هي نالا هن جي مختلف جسامت جي ڪري آهن. مندرن ۾ هي ساز صبح شام عبادت لاءِ وڄايو ويو هو. ڀٽائيءَ به هن جو ذڪر جوڳين ۽ سامين وارن سُرن ۾ ڪيو آهي. سندس هڪ بيت جي سٽ آهي ته:

”سامي ڪٽي سنک، وڄائي وات ٿيا“

**سنڪا هولي** (Convolulue Microphyllus/ Concscore decussata): هن ٻوٽي کي سنسڪرت ۾ شنکا پشپيکان چيو وڃي ٿو. هي ٻوٽو گهڻو ڪري سيلابي زمينن ۾ ٿيندو آهي. هي 330 ملي ميٽر ڊيگهه تائين پکڙيل هوندو آهي. هن جا پن سنهڙا ۽ ڊگها ٿيندا آهن ۽ هن جي پنن مان



موريءَ جي خوشبوءِ ايندي رهندي آهي. هي ٻوٽو سنڌ ۽ پاڪستان جي ٻين صوبن سان گڏ بنگلاديش، آمريڪا، چين ۽ ٻين ملڪن ۾ به ٿئي ٿو. هن ٻوٽي کي گھوٽي پيئڻ سان دماغ کي قوت حاصل ٿئي ٿي ۽ جسم جي ٻين ڪمزورين ۾ به طاقت ملي ٿي.

**سنگاپور** (Singapore): هن ملڪ جو سرڪاري نالو جمهوريه سنگاپور (Republic of Singapore)، جڏهن ته پراڻو نالو تماسڪ (Tumasek) آهي. هن تي سنگاپور نالو پوڻ جي حوالي سان روايت آهي ته ملائي زبان




۾ 'سنگا' شينهن کي چوندا آهن ۽ 'پور' جي معنيٰ شهر آهي. شينهن جي رهڻ ڪري هن تي نالو سنگاپور پيو. سنگاپور جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 9 آگسٽ 1965ع آهي. هن کي گڏيل قومن جي اداري (U.N.O) جي ميمبرشپ 21 سيپٽمبر 1965ع ۾ ملي. سنگاپور جي گاديءَ جو هنڌ سنگاپور سٽي آهي. ڪرنسي يونٽ ڊالر آهي. سال 2010ع جي آدمشماريءَ موجب هتان جي آبادي 5,076,700 آهي. سرڪاري ٻولي انگريزي آهي، جڏهن ته ملائي، چيني، تامل ۽ ٻيون ٻوليون به ڳالهايون وڃن ٿيون. هتي ٻڌمت سان واسطو رکندڙ 30 سيڪڙو عيسائي 19 سيڪڙو جڏهن ته مسلمان 16 سيڪڙو رهن ٿا. هتي ڪجهه هندو به رهائش پذير آهن. هن جي پکيڙ 618 چورس ڪلوميٽر (238 ميل) آهي. سنگاپور ٻيٽ نما ملايا جي اترئين ڪنڌ تي موجود هڪ ٻيٽ آهي. هن جي اوڀر کان اولهه طرف ڊيگهه 42 ڪلوميٽر (26 ميل)، اتر کان اولهه طرف ويڪر 23 ڪلوميٽر (14 ميل) آهي. هي چيني سمنڊ ۽ هندي سمنڊ کي هڪٻئي سان ملائڻ واري گذرگاهه جي ناڪي تي آهي. هن جي پرپاسي ۾ 50 ننڍا ٻيٽ آهن. اتر ۾ هڪڙو سوڙهو سامونڊي گذرگاهه 'جوهور' هن کي ملائيشيا کان ڌار ڪري ٿو ڏکڻ ۾ ريائوجا ٻيٽ هن کي انڊونيشيا کان ڌار ڪن ٿا. سنگاپور شهر ٻيٽ جي ڏکڻ اوڀر پڇڙيءَ تي آهي.

مرڪزي ٻيٽ جي بلڪل وچ ۾ هڪڙو وڏو ٻيلو آهي. ڪناري سان گڏوگڏ تمر جي ٻيلن جا جھڳٽا آهن. سڄي دنيا جي سامونڊي جهازن کي هتان لنگهڻو پوندو آهي. ڪناري جي ڊيگهه 193 ڪلوميٽر (120 ميل) آهي. سنگاپور جي وڏن شهرن ۾: چانگي، تواس، جورونگ، ني سون، سمباوانگ، ڪوئنز ٽائون، بيڊوڪ، پلي شون، ووڊليند، يوچو ڪانگ شامل آهن. هتان جو مٿانهون هنڌ تماح هل (بلندي: 177 ميٽر) آهي. هي انتظامي طور تي پنجن ضلعن ۾ ورهايل آهي. خط استوا سنگاپور جي ويجهو لنگهندو آهي. گرميءَ ۾ موسم گهميل پر سڄو سال خوشگوار هوندي آهي. برسات جو ساليانو سراسري مقدار 80 انچ آهي.

سنگاپور جي مکيه زرعي پيداوار ۾ رٻڙ، ميوا ۽ ڀاڄيون وغيره اچي وڃن ٿا. هتان جي مکيه صنعتن ۾ جهاز ٺاهڻ، تيل جي صفائي، اليڪٽرانڪس جو سامان، ڪيميائي شيون، ڪاغذ، دوائون، ڪپڙو، رٻڙ جون شيون، اسٽيل پائيپ، فوڊ پيڪنگ، ڪاٺ جو سامان ۽ ڪمپيوٽر جا مختلف پارٽس ٺاهڻ جون صنعتون شامل آهن. سنگاپور ۾ ايشيا جو وڏو ۽ دنيا جو بهترين هوائي اڏو 'چانگي انٽرنيشنل ايئرپورٽ' آهي. جو 200 ملڪن سان 80 ايئر لائينن ذريعي ڳنڍيل آهي. قومي هوائي ڪمپنيءَ جو نالو 'سنگاپور ايئرلائينز' آهي. سنگاپور آزاد جمهوريه آهي. صدر رياست جو مملڪتي اڳواڻ (هيڊ آف اسٽيٽ) ۽ هٿياربند فوج جو ڪمانڊر ان چيف آهي. اڳ پارليامينٽ، صدر کي چونڊيندي هئي، پر 1991ع جي آئيني ترميم ڪانپوءِ هاڻي صدر سڌو سنئون عوامي ووٽن سان چونڊيو ويندو آهي. سندس مدو 6 سال هوندو آهي. هن وقت سنگاپور جو صدر Tony Tan Keng Yam آهي. سنگاپور ۾ حڪومت جو اڳواڻ وزيراعظم هوندو آهي، جنهن وٽ سڀ انتظامي اختيار هوندا آهن. قانونسازيءَ جو اختيار 83 ميمبرن تي ٻڌل پارليامينٽ کي حاصل آهي، جنهن جا سڀئي ميمبر عوامي ووٽن سان چونڊيا ويندا آهن.

سنگاپور ۾ سنڌين جي هڪ وڏي آبادي رهي ٿي، جن مان اڪثريت اهڙن هندو واپاري ڪٽنبن جي آهي، جيڪي ورهاڱي کان اڳ ئي اتي واپار ڪندا هئا. ورهاڱي ڪانپوءِ پڻ ڪيترائي ڪٽنب اتي ويا آهن، ۽ اتي مختلف شهرن ۾ رهن ٿا. ڪي واپار ته ڪي نوڪريون ڪن ٿا. انهن



۾ هندن کان سواءِ ڪافي مسلمان به آهن. سنڌ کانسواءِ پاڪستان جي ٻين صوبن جا ماڻهو به سنگاپور ۾ رهن ٿا.

**سنگار رس** (هندي عشقيہ شاعري): مغل دؤر ۾ هندستان ۾ هڪ پائيدار نظامِ حڪومت قائم هو. اڪبر جي دؤر ۾ مسلمانن ۽ هندن جي وچ ۾ اتحاد هو. ملڪ جو اقتصادي نظام به سڌريل هو. ان دور ۾ علم ۽ فضل، حڪمت ۽ هنر جي قدرداني هئي. جيئن مصوري، موسيقي، عمارتسازي، شاعري وغيره. جيئن ته ان دور ۾ هندي ٻوليءَ ۾ جيتوڻيڪ اجا ڀڳتي شاعريءَ جو دؤر هو، پر تنهن هوندي ان سان گڏ نئين حسن نواز عشقيہ شاعري 'سنگاررس' جي دلچسپ نالي سان نروار ٿي. مغليہ دؤر کان اڳ جي هندي شاعرن پڻ پنهنجي ڪلام ۾ محبوب جي حسن ۽ سينگار جي مضمونن کي نهايت مؤثر نموني ۾ نباهيو هو. شهنشاهہ اڪبر جي دؤر حڪومت کان 'سنگاررس' يا عشقيہ شاعري، هندي شاعري جي ذوق ۽ تخيل جو خاص عنوان بڻي ۽ عام توڙي خاص جو ان ڏانهن زياده توجهہ ٿيو.

**رس:** 'رس' سنسڪرت زبان جو هڪ جامع لفظ آهي، جنهن جي لفظي معنيٰ آهي 'انتهائي لطف، لذت، خوشي يا مسرت'. اصطلاحي معنيٰ موجب 'رس' سنسڪرت ۾ جماليات (Aesthetics) جي دائري ۾ هڪ خاص فلسفي جي حيثيت رکي ٿو. جنهن جو تعلق خاص طرح شاعريءَ ۽ ناٽڪ جي سببن، اثرن ۽ اهڃاڻن سان آهي. 'سنسڪرت ادب جي تاريخ' جي مصنف 'بيرائيڊيل ڪيٿ' ان کي 'قلبي وارداتن ۽ ڪيفين جي نظرئي' سان تعبير ڪيو آهي. محقق پنڊت حبيب الرحمان، ان کي 'فلسفہ انبساط' قرار ڏنو آهي. هن مستند سنسڪرت ماخذن جي تصديق سان رس يعني 'فلسفۂ انبساط' جي نالي سان هڪ مستقل ڪتاب لکيو آهي. سنڌس تحقيقي نتيجن مطابق رس جي معنيٰ ۽ ماهيت هن طرح آهي، مثلاً: بهار جي موسم آهي، بادل ڇانيل آهي ۽ هڪ حسينہ نهايت ئي مٺي آواز سان ڳائي ٿي. ٻڌندڙ جيڪو اهو نظارو ڏسڻ ۾ محو آهي، تنهن جي دل ۾ محبت پيدا ٿئي ٿي. اهي مڙيئي ظاهري ڳالهيون سنڌس محبت کي ويتر ڀڙڪائين ٿيون. ان جذبي جي اثر هيٺ سنڌس اکين مان لڙڪ لڙي پون ٿا ۽ هو پريشان ٿي وڃي ٿو. ان بعد سنڌس اها نفسياتي ڪيفيت اميد، مايوسيءَ، جنون ۽ شڪستہ دليءَ ۾ تبديل ٿئي ٿي. بهار، بادل، حسينہ ۽ راڳ انهن جذبن جا 'محرڪ' آهن. (ڳوڙها ڳڙڻ ۽ مايوسي، جيڪي دل جي حالت کي ظاهر ڪرڻ واريون ڪيفيتون آهن. انهيءَ جذبي جا اثر آهن. اميد، مايوسي، جنون ۽ شڪستہ دلي 'منقلبات' يعني عارضي جذبات آهن. ناٽڪ ۽ شاعريءَ ۾ محرڪات، اثرات ۽ 'منقلبات' جي منظر (Scene) پيدا ڪرڻ سان مستقل جذبي ۾ هڪ غير محدود لذت، وجداني لطف ۽ پاڪيزه روشني پيدا ٿئي ٿي ۽ ان وقت انهيءَ مستقل جذبي کي 'رس' چئجي ٿو. اهڙيءَ طرح 9 مستقل جذبات، پنهنجي ارتقائي منزلن مان گذري، علي الترتيب: (1) عشق، (2) کِل (هنسي)، (3) رحم، (4) غضب، (5) بهادري، (6) دهشت، (7) نفرت، (8) حيرت ۽ (9) سڪون جا 'رس' بڻجن ٿا، جن کي سنسڪرت ۾ (1) شرنگار رس، (2) هاس رس، (3) ڪرڻ رس، (4) ردر رس، (5) ويررس، (6) ڀيانڪ رس، (7) ويڀبس رس، (8) اديت رس ۽ (9) شانت رس چيو وڃي ٿو. مطلب ته 9 مستقل جذبن سبب 'رس' جا به 9 قسم ٺهيل آهن.

پنڊت وشوناٿ 'ساهتيہ درپن' ۾ معتبر عالمن جي سند سان هي نظريو پيش ڪيو آهي ته 'تجربو ٻڌائي ٿو ته هر 'رس' جو اصلي جوهر 'تحير' آهي ۽ انهيءَ ڪري هر جاءِ 'حيرت' جوئي رس هئڻ گهرجي.

ويدن ۾ آتما (روح) کي رس چيو ويو آهي. ساهتيہ شاسترن (فنِ شاعريءَ) جي ڪتابن 'ڪاويہ پرڪاش'، رس گنگاڌر، ساهتيہ درپن وغيره مان به هنن نظريي جي تائيد ٿئي ٿي. انهن سڀني ۾ 'رس' ۾ انتهائي مسرت جو هجڻ مڃيو ويو آهي.

رس جي انهيءَ تشريح مطابق سنسڪرت جي هيءَ چوڻي بلڪل درست آهي ته شاعريءَ ۾ محويت ذريعي 'خدائي مسرت' جي لطف اندوزي 'رس' آهي. جڏهن محبت، بهادريءَ وغيره جا علمي واقعا شاعريءَ يا ڊراما ۾ مصنوعي محرڪن، اثرن ۽ منقلبات ذريعي ڏسندڙ، پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ جي آڏو پيش ڪجن ٿا، ته اهي سنڌس وحدت نما احساس کي جاڳائي هڪ قسم جو عالم محويت ۽ تحير پيدا ڪن ٿا. ان محويت جي عالم ۾ شاعراڻو لٽريچر پڙهندڙن ۽ ڊراما ڏسندڙن جو وجدان جنهن 'مسرت زباني' مان لطف اندوز ٿئي ٿو، اهوئي 'رس' آهي.

رس جي معنيٰ ۽ ماهيت بابت جيڪي نظريا اصولي حيثيت رکن ٿا، تن مان ڀرئين ۾ سنسڪرت جي جمالياتي فڪر جي دائري ۾ 'فن شاعريءَ' جي ماتحت 'رس' جي عملي نظريي جي تشريح ٿيل آهي ۽ 'رس' جي معنيٰ توڙي قسمن کي واضح ڪيو ويو آهي. قدري انهيءَ ساڳيءَ معنيٰ ۾ سنڌي زبان ۾ پڻ 'رس' جو لفظ استعمال ٿئي ٿو. حقيقت ۾ رس جو پيدا ٿيڻ 'رس' جي لذت جو پيدا ٿيڻ آهي. انهيءَ ڪري محاوراً چئي سگهجي ٿو ته 'رس پيدا ٿيو'. سنڌيءَ ۾ به چوندا آهن ته 'رس لڳو آهي'. جيئن چئبو آهي 'فلاڻي (ڳائيندڙ) جو رس لڳو آهي'، ساڳيءَ طرح ڪنهن به محفل جي ميناج ۽ سرور کان متاثر ٿي، ان کي مجاز جي 'رس ڀري محفل' يا 'رس ڀري رهاڻ' چوندا آهن. 'رس رهاٽيون' ۽ رس راماٽا، ساڳي معنيٰ ۾، سنڌيءَ جا عام مروج اصطلاح آهن. انهن اصطلاحن مان ظاهر آهي ته سنڌيءَ ۾، لفظ 'رس' جي اصل معنيٰ ۽ ماهيت وارو تخيل موجود آهي، تنهنڪري 'رس' جي سمجهاڻي نفسياتي نقطۂ نظر کان ڏني وئي آهي، جنهن جو مقصد آهي ته جيتوڻيڪ مختلف جذبن جي آڌار تي 'رس' کي جدا جدا نالن سان سڏيو ويو آهي. ويدانت توڙي اسلامي تصوف جي روشنيءَ ۾، 'ذاتِ الاهي' سان تعبير ڪيو ويو آهي. جو ته 'ذاتِ الاهي' ئي لا محدود مسرت ۽ وجداني تجليءَ جو واحد سرچشمو آهي.

انسان جا 9 مستقل جذبا، جن جي آڌار تي آسانيءَ خاطر 'رس' جا به 9 قسم تجويز ڪيا ويا آهن، تن مان هڪ 'شرنگار رس' آهي. 'شرنگار رس' هڪ نفسياتي ڪيفيت آهي، جنهن جي ارتقائي درجي کي

عشق ۽ محبت سان تعبير ڪري سگهجي ٿو. اصل سنسڪرت نظرئي موجب 'شرنگ' محبت جي ديوتا 'ڪام ديو' جي اُپرڻ ڪي چئجي ٿو. انهيءَ اُپرڻ جي سبب ۽ اعلىٰ ترين هيرو جي رس کي عشق جو رس چئجي ٿو. انهيءَ مناسبت سان هندي زبان جي نئين عشقيه شاعريءَ تي 'سنگار رس' جو اصطلاحي نالو پيو، پر انهيءَ اصطلاحي نالي ۽ اصل 'شرنگاررس' ۾ جيڪو فرق آهي، تنهن کي سمجهڻ ضروري آهي. 'شرنگار رس' 'رس' جي فلسفي جي دائري ۾ اچي ٿو ۽ 'رس' جي 9 قسمن مان هڪ قسم جو نالو آهي. پر سنگار رس جو اصطلاحي نالو آهي، جنهن جو تعلق هندي عشقيه شاعريءَ سان آهي. 'شرنگار رس' اها بي انتها سرور ۽ لطف واري نفسياتي ڪيفيت آهي، جنهن کي شاعريءَ يا ڊرامن ذريعي محبت جي مستقبل جذبي جي محرڪن، اثرن ۽ عارضي علامتن جي عملي يا بياني منظرن جي پيش ڪرڻ سان پيدا ڪيو وڃي. 'سينگار رس' هندي زبان ۾ هڪ شاعريءَ جو قسم آهي، جنهن جو عنوان اڪثر عشق و محبت آهي. اها عشقيه شاعري (يعني سينگار رس) بذات خود 'شرنگار رس' ناهي، مگر ان جي ذريعي 'شرنگاررس' پيدا ڪري سگهجي ٿو.

'شرنگار رس' ۽ 'سينگار رس شاعري' ۾ چڻ حقيقت ۽ مجاز وارو فرق آهي ۽ چئي سگهجي ٿو سينگار رس جا اڪثر شاعر پنهنجي نئين فن جي مجازي دلچسپين ۾ ئي محو ٿي ويا. سندن شاعريءَ جي اڪثر تصنيفن جي نالن ۾ 'رس' جو لفظ داخل آهي، جنهن مان ظاهر آهي ته نظرياتي طور هو 'رس' جي حقيقت کان واقف هئا. پر عملي طور سندن شاعرانا احساس ۽ جذبا 'شرنگار رس' جي بنيادي محرڪ (عورت) ۾ محو ٿي ويا ۽ سندن معجزا نما شعر پڻ عورت جي ظاهري حسن ۽ سينگار جو نذر بنجي ويا.

سينگار رس شاعريءَ جا عنوان شروع کان ئي هندي عشقيه شاعريءَ جا رجحان 'نايڪا ڀيد' ۽ 'سينگار' جي عنوانن سان نمودار ٿيا. انهن ٻن مضمونن ڪانسواءِ ٽيون موضوع وري 'پدمڻي' عورت جي مخصوص ۽ معياري سونهن سوڀيا ۽ عادتن ۽ طريقن جي خيالي نظرئي جي صورت ۾ نروار ٿيو.

نايڪا ڀيد 'نايڪ' يا 'نائڪ' جي معنيٰ آهي: قافلي جو سالار، سردار، مربي يا سرتاج. 'نايڪا' يا 'نائڪا' معنيٰ نايڪ جي زال. عشقيه يا ڊرامائي شاعريءَ جي خاص اصطلاح ۾ 'نايڪا' معنيٰ سورمي (هيروئين). انهيءَ لحاظ کان 'نايڪا ڀيد' معنيٰ سورمي يا هيروئن جي دل جو راز يا محبت جي مام، جنهن کي هوءَ پنهنجي لفظن ۾ ڪناين ۽ اشارن سان ظاهر ڪري. عشقيه شاعريءَ جي استاد شاعرن، هيروئن جي زباني، محبت جي مام کي نهايت نازڪ خياليءَ ۽ حسنِ بيانيءَ سان پنهنجي شاعري ذريعي نروار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ شاعريءَ جي انهيءَ موضوع کي 'نايڪا ڀيد' نالو ڏنو. هن فن جي شروعات، ڪرپا رام ڪئي. نواب عبدالرحيم خان خانان هن فن ۾ 'برديِ نائڪ ڀيد' نالي

ڪتاب لکيو ۽ ديوڪي نندن 'نايڪا ڀيد' ۾ 'سرنگار چنر' ڪتاب لکيو، جيڪو نهايت مقبول ٿيو.

شرنگار رس جي بنيادي اپارينڌڙ (عورت) جي سهڻيءَ ۽ سينگاريل تصور کي ذهن نشين ڪرائڻ لاءِ نُڪتي دانن جوان عورت جي حسن کي چمڪائڻ لاءِ اٺاويهه زيوَر ڪارگر قرار ڏنا آهن. جن ۾ (1) ڪيفِ شوق، (2) وجدِ محبت، (3) جوشِ محبت، (4) رنگ روپ يعني جسماني حسن، (5) رهنمائي، (6) جمال، (7) محبوبيت، (8) بخيه ڪاري، (9) نرمائي، (10) ثابت قدمي، (11) مماثلت يعني ته اندام، لباس، زيورن ۽ محبت ڀرين ڳالهين ذريعي محبوب سان مشابهت پيدا ڪرڻ، (12) ادا، (13) سينگار يعني فطري حسن کي چمڪائڻ خاطر ٿورو سينگار ڪرڻ: مثلاً شفاف پاڻيءَ سان غسل ۽ بدن جي صفائي، پان سان لب ڳاڙها ڪرڻ ۽ نرم، نازڪ ۽ صاف ڪپڙا پائڻ، (14) غرورِ حسن، (15) رنگين ڪرشما يعني ته انتهائي مرغوب شيءِ جي حاصل ٿيڻ واريءَ خوشيءَ سبب ذرا مرڪ، ذرا گريه خشڪ، هلڪي ڪِل، ذروخوف، ذري ڪاوڙ ۽ ذرو انوکي ٺڪ جو اظهار ڪرڻ، (16) محويت جي ادا، (17) جهجهڪ، (18) گهبراهٽ، (19) نزاڪت، (20) ناز، (21) شرميلائي، (22) ونجهل، (23) ڄاڻي اڻ ڄاڻائي، (24) اُس، (25) اشتياق، (26) ٺهڪ، (27) چرڪڻ، (28) چِلولائي اچي وڃن ٿا.

اصلي ۽ اصولي نظرئي موجب جوانيءَ ۾ حسن جا مٿيان چمڪائيندڙ سببَ گهڻو ڪري محبوب جي محبت جي جذبن ۽ احساسن، ناز و ادا جي نفسيات، مخصوص ردِ عمل ۽ حرڪتن، حسنِ اطوار ۽ عادتن سان تعلق رکن ٿا. محبوب جو جسماني ۽ ظاهري سينگار انهن اٺاويهن ذريعن مان فقط هڪ ذريعا آهن. 'سنگار رس' جي استاد شاعرن، پنهنجن شعرن ۾ مجموعي طور انهن سڀني حسين ادائن ۽ دلفريبن کي بيان ڪيو، پر سندن خاص ڌيان ٻن مخصوص خوبين يعني جسماني حسن ۽ ظاهري سينگار ڏانهن ئي مائل رهيو.

محبوب جي جسماني حسن جو موضوع بذاتِ خود ڪافي ڪشادو هو. قد قامت شڪل شبيهه، چهري جي رونق، رفتار ۽ گفتار جي مختلف نمونن ۾ ڪيترائي مضمون مخفي هئا. اکين جي اشارن ۽ زلفن جي پيچن ۾ ڪيترائي بيان بيتاب هئا. مشاعرن لاءِ محض محبوب جي فطري حسن جي تعريف جو مضمون ڪافي وسيع هو. ان سان گڏ محبوب جي ظاهري هار سينگار جي شامل موضوع ويتر انهيءَ ميدان کي ڪشادو ڪيو. فطري حسن جي گوناگون رعنائين جي ته انتها ئي ڪا نه هئي، پر ظاهري هار سينگار جي قسمن کي شمار ڪرڻ نسبتاً آسان هو. انهيءَ ڪري هن فن جي ماهرن عورت جا جملي 'سورهن سينگار' قرار ڏنا. ان ڪانپوءِ 'سورهن سينگار' بذات خود هن فن جو هڪ خاص مضمون بنجي ويو.

پياري لال مطابق اهي 'سورهن سينگار' پراچين زماني کان هلندا اچن ٿا. عالمِ شباب ۾ جيڪي زيور عورت جي حسن کي چمڪائين ٿا،

اُهي جملي 28 ڇپيا ويا آهن. انهن ڪانسواءِ 28 وصفن ۾ ظاهري ساڻ سينگار رڳو هڪ زيور طور شمار ٿيل آهن. ظاهر آهي تہ ’سورهن سينگار‘ جو اصطلاح پوءِ جي ايجاد آهي ۽ ان جو تعلق ظاهري ساڻ سينگار جي سورهن قسمن سان آهي. هندي شاعريءَ پنهنجي اوائلي آزاد تخيل وارا دور طئہ ڪري، جڏهن ’سينگار رس‘ جي نسبتاً تصنع ۽ تڪلف واري دؤر ۾ قدم رکيو، تڏهن هن فن جي سگهڙن، شاعرن ۽ ڪلاسيڪي شاعرن جي شعور ۾ محبوب جي ظاهري سينگارن متعلق اهي اشارا/ ڪنايا اڳي چڪا هئا، جن سان سندن ذهن مانوس ٿي چڪا هئا، تن جو اندازو لڳائي مجموعي طور جملي سورهن قسمن جا سينگار مڃيا ويا. ٻيو تہ ’سورهن سينگارن‘ جي نظريي جي رائج ٿيڻ سان محض سينگارن جي قسمن جي مجموعي عددن جي سڃاڻپ ٿي تہ سينگار جا قسم مجموعي طور 16 آهن، پر اهي ڪهڙا ڪهڙا آهن، ان بابت ڪا لازمي حد بندي مقرر ڪانہ ٿي.

مغليہ دؤر کان اڳ جي هندي شاعرن بہ پنهنجي ڪلام ۾ محبوب جي حسن ۽ سينگار جي مضمونن کي نهايت مؤثر نموني ۾ نباهيو هو. ملڪ محمد جائسيءَ (1542-1477) هندي جي اوڌي ٻوليءَ ۾ پنهنجي شاهڪار ’پدماوت‘ (1540ع) ۾ سلطان علاؤالدين جي آڏو راگهو پنڊت جي زباني، جيڪو پدماوتي راڻيءَ جي حسن ۽ سينگار جو منظر چٽيو آهي، سو هندي شاعريءَ ۾ هن معنيٰ ۾ جڻ ڪلاسيڪي حيثيت رکي ٿو. ڪرپارام پهريائين ان ڏس ۾ قدم وڌايو پر هن ميدان جو شهسوار مهاڪوي بهاري لال هو. بهاري لال پٽ ڪيشو راءِ، سنبت 1603 ۾ گوبندپور، ضلعي گواليار ۾ ڄائو ۽ سنبت 1663 ۾ گذاري ويو. جئپور جي راجا جئسنگ ڪيس جئپور ۾ گهرائي پنهنجي درٻار جي خاص شاعرن جي صف ۾ جڳهہ ڏني ۽ جڏهن بهاري لال پنهنجي مشهور شاعرانہ شاهڪار ’ست سئي‘ (ست سؤ دوهن کي پورو ڪيو تہ راجا جئسنگهہ ڪيس ست سؤ اشرفيون انعام ۾ ڏنيون. بهاري لال جو عاشقانہ ڪلام هندي شاعريءَ ۾ اُتم مڃيو ويو آهي ۽ سنگار رس ۾ سندس درجو مڙني شاعرن ۾ مٿاهون مڃيو ويو آهي.

اڪبر جي عهد جا ٻيا شاعر جن عشقيہ شاعري ۾ شهرت حاصل ڪئي، اُهي هئا: (1) عبدالرحيم خان خانان، جنهن پنهنجي شاعريءَ جي ٻين تصنيفن سان گڏ ’سنگار سورٺا‘ نالي پڻ ڪتاب لکيو (2) فيضي، (3) گنگ، (4) تان سين (1610-1560)، (5) سيناپتي (1649-1589)، (6) مبارڪ، جنهن جا دوها بهاري لال جي دوهن سان مناسبت رکن ٿا، (7) بليدر سنڌيا مسر، جنهن جي تصنيفن مان ’سنگهار گوبرڌن‘ آهي. انهن ڪانسواءِ 1631ع ۾ سندر نالي هڪ شخص کي ’ڪوي راءِ‘ جو خطاب ڏنو ويو ۽ هن شاعريءَ جي فن تي ’سندر سنگار‘ نالي ڪتاب لکيو جنهن جو ترجمو برج ڀاشا ۾ ٿيو. عالم، سنبت 1735 ۾ ’سنگهار رس‘ عشقيہ شاعريءَ جو ناليوارو شاعر ٿيو هو پهريائين برهمڻ هو پر پوءِ هڪ رنگريزڻ جي عشق ۾ مسلمان ٿيو ’عالم ڪيلي‘ نالي سندس ڪتاب مشهور ٿيو 1784ع- 1800ع ڌاري ’ديوڪي نندن‘ نالي مشهور شاعر ٿيو هن جو ڪتاب ’سرنگار چرتر‘ نهايت مقبول ٿيو 1796ع ڌاري اعظم خان نالي شاعر مشهور ٿيو جنهن جو ڪتاب ’سنگار درپن‘ مقبول ٿيو. سيد عبدالجليل بلگراميءَ جي پاٽيجي سيد غلام نبي بلگراميءَ جيڪو ’رس لين‘ جي لقب سان مشهور ٿيو تنهن سن 1701ع ۾ ’انگ درپن‘ ۽ سن 1731ع ۾ ’رس پربوڌ‘ نالي ڪتاب تصنيف ڪيا.

**سنگت ڪهاڻي نمبر**: سنگت ڪهاڻي نمبر سنڌي ادبي سنگت جي ترجمان رسالي جي ڪڙي نمبر ستين آهي. هي ڪهاڻي نمبر سنڌي ادبي سنگت سنڌ جي سيڪريٽري جنرل ادل سومري جي دور ۾ اپريل 1993ع ۾ جاري ٿيو. هن پرچي جي اجراءَ جي پويان سنڌي ادبي سنگت، نون ڪهاڻيڪارن جي جاڻ، اپياس ۽ سکيا سميت ڪهاڻيءَ جي فن، اوسر، دور وار مطالعي وارو مقصد ڪار فرما رکيو. هن پرچي ۾ نون ڪهاڻيڪارن جون ڪهاڻيون شامل ڪيل آهن. هي پرچو ٽن حصن ۾ ورهايل آهي: (1) مقالا، (2) ڪهاڻيون، (3) ڪالم-رپورٽ. حصي پهرئين ۾ ’ڪهاڻي ۽ ان جا ترڪيبي جزا‘: امير علي چانڊيو، ’سنڌي ڪهاڻيءَ جو شروعاتي دور‘: جڳديش لڇاڻي، ’سنڌي افسانن ۾ سنڌي سماج جي عڪاسي‘: ڊاڪٽر نور افروز خواجہ، ’سنڌ جي سنڌي ڪهاڻي‘: موهن ڪلپنا، ’سنڌي افسانن جي اوسر‘: ثميره زرين جا مقالا شامل آهن. پرچي جي ٻئي حصي ۾ هينيون ڪهاڻيون آهن: ’ڳنوارڻ‘ (آسانند مامتوراءِ)، ’قبرن جي وچ ۾‘ (اياز قادري)، ’خانو چور نہ آهي‘ (حميد سنڌي)، ’ترورا‘ (رزاق مهر)، ’سپائيءَ جو خواب‘ (جان خاصخيلي)، ’لهنڊڙ شام- رت جي لام‘ (اڪبر سومرو)، ’هڪ شخص جي جنازي پويان‘ (آدرش)، ’پردي پويان‘ (فرزانہ شاهين) ۽ ’تڪل جذبن جو موت‘ (طارق قريشي) شامل آهن. رسالي جي ٽئين حصي ۾ ڪهاڻي ڪانفرنس جي رپورٽ شامل آهي، جيڪا لياقت رضويءَ لکي آهي. ان کان سواءِ هن حصي ۾ علي احمد بروهيءَ جو ڪالم بہ شامل ڪيو ويو آهي، جيڪو ان ڪهاڻي ڪانفرنس ۾ پڙهيو ويو هو ۽ اهو ڪالم هن کان اڳ هلال پاڪستان ۾ بہ ڇپيل هو. سنگت جو ڪهاڻي نمبر جديد ڪهاڻيءَ جي حوالي سان اهميت جو حامل آهي. هن ڪهاڻي نمبر تي تاج جويي ٻاران سنگت پرچي ’سنڌي ڪهاڻي نمبر جو اڀياس‘ جي سري سان تنقيد پڻ ڪيل آهي، جيڪا مهراڻ جي 1994ع واري نمبر 3 ۽ 4 ۾ ڇپي هئي. هن سنگت ڪهاڻي نمبر پرچي جي قيمت 30 روپيا آهي.

**سنگ جراح**: هي هڪ پسارڪو ڪر آهي، جيڪو پٿر جي صورت ۾ ملندو آهي، رنگ جو اڇو ٿئي. هن کي گهوٽي ڪپڙي ۾ ڇاڻي، مٺ، نوشادر ۽ ٻين شين سان ملائي زخم تي هڻڻ لاءِ دوا تيار ڪئي ويندي آهي.

حڪيمن موجب هن جو ٿورو مقدار نوشادر ۾ گهوٽي ڪارائجي تہ پرميل، مثاني جي رائي، ڦٽ، پٿري، بواسير، حيض جي رت جي گهٽائي، نوَن خواهہ پراڻن رت جي دستن، سوري ۽ پيچش کي بند ڪندو. سيني جي سور، پاسي جي سور، جگر ۽ ڦڦڙ جي تقويت لاءِ مفيد

آهي، پيشاب کي جاري ڪري ٿو. ڏندن جي سور ۽ صفائيءَ لاءِ ۽ مهارن جي مضبوطيءَ لاءِ گهڻو فائديمند آهي. هن جو مرهم ڦٽن ۽ ناسورن کي ڇٽائي ٿو.

**سنگدل شهزادي** (ڪتاب) : محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو سرجيل 1938ع ۾ ڇپيل هي پهريون ناول 23هه ۾ مسلمانن جي آرمينيا کي فتح ڪرڻ جي واقعن تي مشتمل آهي. هن ڪرائون سائيز جي 80 صفحن تي مشتمل ۽ 0-0-1 قيمت واري ڪتاب جو پهريون ايڊيشن ڊسمبر 1938ع ڌاري هاشمي پريس حيدرآباد ۾ ڇپيو ۽ اسلاميہ دارالاشاعت ميرپور خاص شايع ڪيو. هن ڪتاب جو ٻيو ايڊيشن 1940ع ۽ ٽيون ايڊيشن مئي 1946ع ۾ آيو.

**سنگرار** (ديهه) : تعلقي روهڙي ۽ ضلعي سکر جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سنگرار، نواب، پريل قلپوٽو، محمد يوسف ڊکڻ، غلام حجام، عبدالوحيد شنباٽي، يوسف ابو پوٽو ۽ حجامڪي.

**سنگرار**: سنگرار صالح پٽ تعلقي جو مشهور ۽ مکيہ شهر آهي، جيڪو اروڙ کان ڪجهه فاصلي تي ٿر ۾ واقع آهي. ورهاڱي کان اڳ هتي هندو تمام وڏي انگ ۾ رهندا هئا ۽ اڄ بہ هتي ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا. هتي خوبصورت پڪ سريون جايون هندن طرفان جوڙايون ويون هيون، جن مان ڪجهه اڄ بہ قائم آهن. هتي تلوارون ڌاڙيون سهڻيون ٺهنديون هيون. سنگرار جي ويجهو سيراهي ۽ ڏيڏ جا مشهور شهر هئا، ڇچ نامي ۾ هن شهر کي بيناگار ڇيو ويو آهي، ان ڪري ان جي تاريخي حيثيت آهي.

**سنگراسي** (ذات) : هن ذات لاءِ مختلف روايتون ملن ٿيون، جيڪي هن طرح آهن: (1) هن ذات وارا ڏهر بن جوجو جو اولاد آهن. هن جي پائرن جا نالا پينين ۽ پريو هئا، جيڪي بعد ۾ مسلمان ٿيا ۽ سما سنگراسي سڏرائڻ لڳا. (2) ٻي روايت موجب سنگراسي سوڍن جو اولاد آهن، جن مان ڪجهه مسلمان تہ ڪجهه هندو آهن. هي ٿر ۾ رهن ٿا. هندو سنگراسي شري ڪرشن جا پوئلڳ آهن. سندن وڏو راڻو سنگريت، راڻو ڪينئرو، غوث بهاؤالدين ملتانيءَ جي تلقين سان مسلمان ٿيو سنگر جي پٽيان سنگراسي سڏجن ٿا. سنگراسين جا خاص پاڙا هن ريت آهن: آسريا، جکريا، چونڊا، سوڍا، ڪٺارا، لونڊيا ۽ لوٺا.

**سنگسار** (رجم) : ڏسو رجم.

**سنگ ساق**: هي هڪ قسم جو رنگين، جوهردار ۽ سخت پٿر آهي، جنهن مان روهيون ٺهنديون آهن، جن کي ڪرل پڻ چيو وڃي ٿو حڪيم روهيءَ يا ڪرل کي مختلف شيون گهوٽڻ مهل استعمال ڪندا آهن. واضح رهي تہ ڪرل يا روهيون هن پٿر ڪانسواءِ عقيق، فيروزي، زمرد ۽ ٽامڙيءَ جي پٿرن مان پڻ ٺاهيون وينديون آهن.

**سنگ سچ ۽ سونهن جو** (ڪتاب) : هي ڪتاب سنڌي لوڪ ادب سان تعلق رکي ٿو جنهن ۾ سگهڙ وريام فقير شيخ جي سگهڙائپ واري شاعري ڏنل آهي، جنهن جو مرتب ڊاڪٽر غلام نبي سڏايو آهي. هن ڪتاب جو انتساب وريام فقير پنهنجي مرشد پير پاڳاري سيد صبغت الله شاهہ جي نالي ڪيو آهي. ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي ڪتاب جي مرتب ڊاڪٽر غلام نبي سڏائي جا 'ڪتاب جي باري ۾' جي عنوان سان مختصر تاثرات شامل آهن. رنگين ٽائيٽل، ڊيمي سائيز پڪي جلد ۽ 96 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب رائل ڪرائون پريس لکيدر شڪارپور پاران 2001ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو جنهن جي قيمت 50 روپيا آهي.

**سنگ مرمر/ ماربل** (Marble) : سنگ مرمر هڪ اڇي قسم جو پٿر آهي، جيڪو دٻاءَ ۽ گرميءَ سبب پنهنجي اصليءَ حالت ۽ جوڙجڪ جي لحاظ کان گهڻو تبديل ٿي ويو آهي. هن تي تمام سٺيءَ طرح سان



گسائي ۽ پالش ڪري سگهجي ٿي. سوين سالن کان وٺي آرٽ ۽ عمارت سازيءَ ۾ هي پٿر گهڻي مقدار ۾ استعمال ٿيندو رهيو آهي. اڄ بہ وڏي شوق سان باغيچن جي فرش بنديءَ، تجارت، عمارتن ۽ تربتن وغيره لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو اعليٰ قسم جو سنگ مرمر گهڻو مهانگو ٿئي ٿو اهڙي قسمن جا ٻيا پٿر جيڪي دٻاءَ ۽ گرميءَ سبب پنهنجي اصل جوڙجڪ کان گهڻا مٽجي ويا آهن. جهڙوڪ گرينائيٽ (Granite)، تن کي بہ گهڻو ڪري سنگ مرمر سمجهيو ۽ سڏيو وڃي ٿو. جڏهن تہ اصلي سنگ مرمر يا تہ ڊولومائيٽ (Dolomite) يا چن جي پٿر (Lime Stone) مان ٺهي ٿو اهڙو پٿر جڏهن معدني گيرٽ ( Sediment) جي گڏ ٿيڻ سان وجود ۾ اچي ٿو تڏهن گرميءَ ۽ دٻاءَ سبب هيهر قلمجڻ جي عمل مان گذري سنگ مرمر ۾ مٽجي وڃي ٿو. سنگ مرمر جي عام طور اندروني بناوت ڏسڻ ۾ نہ ٿي اچي ۽ عموماً تهن ۾ غلاظت جي ذرڙن سبب ڪيترن مختلف رنگن ۽ ڇٽن جو ٿئي ٿو. جڏهن اهڙي ڪنهن پٿر کي تختن جي صورت ۾ ڪٽيو وڃي ٿو تہ انهن جا تهہ ڪيترن نمونن جي صورت ۾ نظر اچن ٿا. اهڙو چن جو پٿر جنهن ۾ غلاظت نہ ٿي ٿئي تنهن مان نج سفيد سنگ مرمر ٺهي پوي ٿو ۽ اهو تاريخ ۾ سفيد سنگ مرمر کي پاڪائي ۽ پوترتا جي نشاني، تعليم ۽ زر جي لحاظ کان پاڳ وارو سمجهيو وڃي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو ڪيترن تعليمي ۽ مالي ادارن جي عمارتن ۾ اڇو سنگ مرمر ججهو استعمال ڪيو وڃي ٿو تاج محل

جهڙي شاندار عمارت، جنهن کي دنيا جو هڪ عجوبو سڏيو وڃي ٿو، سڄي اڇي سنگ مرمر جي ٺهيل آهي. سنگ مرمر ۾ ڪاروي، خاڪي، گلابي ۽ سائي رنگ جا ڪيترائي مختلف ڇٽ به ٿي سگهن ٿا. سنگ مرمر، سنگتراشيءَ لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو. منجهائنس ڪنهن به ڊول جي ڪا به شيءِ ٺاهي سگهجي ٿي. سنگ مرمر فرش، ڪائونٽر/ دخل، تختيءَ ۽ ٽائيلس طور به استعمال ڪيو وڃي ٿو ته ٿنڀن، ڏاڪڻ، ڏاڪڻين ۽ عمارتن جي مهاڙين ۾ به سونهن لاءِ هڻيو وڃي ٿو. سنگ مرمر جا ٺهيل دڪا/ ڪائونٽر بيڪرين ۽ نانوائين لاءِ ڪارائتا ٿين ٿا، ڇاڪاڻ ته هي پٿر نه رڳو ٿڌو رهي ٿو، بلڪ ان ۾ سٽيپ لاءِ مزاحمت ٿئي ٿي، جنهن سبب پچايل شيون چنبڙڻ کانسواءِ ڪڍڻ ۾ سوليون ٿين ٿيون. بنيادي طرح سنگ مرمر جي اڇي ۽ هلڪي سائي رنگ کان سواءِ ان جا ڪيترائي ٻيا رنگ ٿين ٿا.

سنگ مرمر جي مٿاڇري تي ايترا سنهڙا سوراخ به ٿين ٿا، جن کي ائين اک ڏسي نه ٿي سگهي، پر اهي گهم جذب ڪري سگهن ٿا. قديم يوناني ۽ رومي سنگ مرمر جو عام جام استعمال ڪندا هئا. يونانين ته پنهنجا ڪيترائي مشهور ۽ ڪمال جا يادگار ۽ تاريخي جڳهِ مشهور بت ۽ مورتيون سنگ مرمر مان گهڙي ٺاهيون. جڏهن رومن سلطنت پنهنجي جاهه جلال کي پهتي ته، اُن نه رڳو يونان فتح ڪيو، بلڪ ڪيترن ملڪن ۾ پٿرجون کاڻيون حاصل ڪيون ۽ سنگ مرمر عمارتسازيءَ ۽ آرٽ جي نادر نمونن ۾ استعمال ڪيو. سنگ مرمر دنيا جي اڪثر ملڪن ۾ ٿئي ٿو ۽ ڪيترن مقصدن جهڙوڪ: سينگار جي شين، فرش، گهڙيال، ميزن، هاٽ پليٽس، ٿنڀا، دخل/ ڪائونٽر، اڏاوتي مهاڙين، رڌڻي ۽ غسل خاني وغيره ۾ استعمال ڪيو وڃي ٿو.

**سنگيتا بجلاڻي:** بالي ووڊ جي نامور سنڌي اداڪاره ۽ اڳوڻي ماڊل سنگيتا بجلاڻي 9 جولاءِ 1960ع تي مهاراشٽر هندستان ۾ جنم ورتو. هن پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات ماڊلنگ کان ڪئي. سنگيتا 1980ع ۾ حسن جو مقابلو کٽي 'مس انڊيا' جو خطاب حاصل ڪيو. مس انڊيا جو خطاب ماڻڻ کانپوءِ مشهور ٿي ۽ هن ڪمرشل ماڊلنگ به ڪئي. 1980ع ڌاري هن فلمي دنيا ۾ پير پاتو ۽ سپ کان پهرين جي. پي دتا جي سپرهٽ فلم 'هٿيار' ۾ ڪم ڪيو. 1989ع ۾ هن فلم 'ترديو' ۾ ڪم ڪيو جيڪا پڻ ڪافي مقبول ٿي. هن 1990ع ۾ مهيش ڀٽ جي فلم 'جرم' ۾ به اداڪاري ڪئي ۽ فلم فيئر سپورٽنگ ايڪٽريس جو اوارڊ حاصل ڪيو. هن انهن فلمن کانسواءِ ٻين به ڪافي فلمن ۾ پنهنجي اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا، جن ۾: عزت، يوگاندر، يوڌا، خون ڪا قرض ۽ وشنو ديوا فلم شامل آهن. سنگيتا فلمن ۾ ڪم ڪرڻ سان



گڏوگڏ دور درشن تي. وي جي مقبول پروگرام 'رنگولي' ۽ زي ٽي. وي جي پروگرام 'چانڊني' ۾ به ٽائيٽل رول ادا ڪندي رهي.

سنگيتا مشهور هندستاني ڪرڪيٽر اظهرالدين سان شادي ڪرڻ کانپوءِ 1995ع ۾ فلمي دنيا کي ڇڏي ڏنو ۽ گهريلو زندگيءَ کي ٽائيم ڏئي رهي آهي.

**سنگيت سنسار** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي ٻن ناميارن ليکڪن، موسيقيءَ ۽ آثارِ قديمه جي ڄاڻن سيد حاڪم علي شاهه بخاري ۽ محمد عثمان ميمڻ جو لکيل آهي. هن ڪتاب کي فرهنگ موسيقي به سڏيو ويو آهي. ڪتاب جي شروع ۾ 'ناشر نوٽ' نامياري ليکڪ ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي اڳوڻي چيئرمئن عبدالقادر جوڻيجي جو لکيل آهي. ڪتاب جو مهاڳ ٻنهي ليکڪن گڏجي لکيو آهي، جڏهن ته ڪتاب سنڌ جي نامور شاعر استاد بخاريءَ کي ارپيو ويو آهي.

هن ڪتاب ۾ سنڌي 'الف- ب' جي ترتيب سان موسيقيءَ سان واڳيل شخصيتن، راڳن، سازن توڙي ڪتابن جي ڄاڻ ڏنل آهي.

ڪتاب جي آخر ۾ ضميمو، مددي وسيلن جو وچور، ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي فنڪارن ۽ سازندن جو وچور ۽ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي ميوزڪ لائبريريءَ ۾ موجود ريڪارڊنگس ۾ هر هڪ فنڪار جي ڪلام جو الف- ب وار وچور ڏنو ويو آهي.

هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ موسيقيءَ جي پهرين انسائيڪلوپيڊيا چئي سگهجي ٿو.

376 صفحن تي مشتمل، ڊبل ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب کي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ، حيدرآباد، 2008ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو آهي، جڏهن ته ڪتاب جي قيمت 400 روپيا آهي.

**سنگي- ڪباب** (Singi/ Singhi- Kabab): پراڻن درسي ۽ جاگرافيءَ جي ڪتابن ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته: "سنڌو درياهه، ٿٻيٽ (Tibet) ملڪ جي 'مانسروور' ڍنڍ مان نڪري ٿو. هن ڍنڍ کي ٿٻيٽ جا ماڻهو مقدس تصور ڪندا آهن ۽ اهي به هن ڍنڍ کي 'سنڌو درياهه' جو سرچشمو ٿي سمجهندا پئي رهيا آهن. پر جديد تحقيق اهو ثابت ڪيو آهي ته: "سنڌو درياهه، مانسروور ڍنڍ کان ٽيهه ميل پريان ڪيلاش پربت جي ان هنڌ تان نڪري ٿو، جنهن کي 'سنگي ڪباب' (Singhi- Kabab) يعني 'شينهن جو منهن' سڏيو وڃي ٿو ان ڪري ٿٻيٽ ۾، سنڌو درياهه کي 'سنگهي/ سنگي درياهه' يعني 'شينهن درياهه' (The Lion River) سڏيندا آهن."

قديم هندو ڏندڪٿائي تصويرن ۾ به هند-سنڌ جي چئن درياهن کي چئن مقدس ساهوارن/ جانورن جي منهن مان نڪرندي ڏيکاريو ويو آهي. برهما پترا کي گهوڙي جي منهن مان وهندي ڏيکاريو ويو آهي،

ڪرنالي (گنگانديءَ جي هڪ وڏي سهڪاري ندي) ڪي مور جي منهن مان نڪرندي ڏيکاريو ويو آهي. ستلج نديءَ ڪي هاٿيءَ جي منهن مان ۽ سنڌو درياهه ڪي شينهن جي منهن مان نڪرندي/ وهندي ڏيکاريو ويو آهي. هي چارئي درياهه اوڀر، ڏکڻ، اولهه ۽ اُتر طرف نڪرندي ڏيکاريا ويا آهن.

مانسروور ڍنڍ، دنيا جي مٿانهين هنڌ، سمنڊ جي سطح کان 15000 فوٽ اوچائيءَ تي، تبت جي اولهه ۾ واقع آهي ۽ اها چوڌاري جبلن ۾ گهيريل آهي. هن ڍنڍ کي تبت واسي نه رڳو درياهن جو منبع سمجهندا آهن، پر سندن ويساهه آهي ته خدا هتي رهي ٿو. هو ڪيلاش پربت کي ڪائنات جو مرڪز سمجهندا آهن، جتي سندن عقيدي موجب هزارين ديوتا ۽ قدرت جا روح رهندا آهن.

مانسروور ڍنڍ ۽ ان سان لاڳاپيل هن مقدس ۽ افسانوي ماٿريءَ بابت سڀ کان 17-18 صديءَ ۾ پورچوگيزي ڪيٿولڪ مشنرين ڄاڻ ڏن هئي. هو هن ماٿريءَ ۾ ٻڌ-ڪافرن کي عيسائي بڻائڻ لاءِ پهتا هئا. ان کانپوءِ، ايسٽ انڊيا ڪمپني بنگال جو هڪ انگريز ملازم، وٽرنري سرجن ’مور ڪرافٽ‘ هن پوتر واديءَ ۾ پهتو. هو هتي 1811ع ۾ پهتو ۽ هن ئي مغربي دنيا کي وڌيڪ تفصيل ٻڌايا.

’مور ڪرافٽ‘ هتي پهچڻ لاءِ وڏا ڪشالا ڪڍيا. هو هتي ويس بدلائي پهتو ۽ هن پهريون ڀيرو سنڌو درياهه جي روايتي منبع مانسروور جو واضح ۽ سائنسي مشاهدو ڪيو ۽ ان جا چارئي پاسا گهميو. مانسروور جي گهري مشاهدي کانپوءِ مون ڪرافٽ ان نتيجي تي پهتو ته مانسروور ڍنڍ سنڌو درياهه يا ٻين درياهن جو اصلي منبع/سرچشمو نه آهي. پر هو سنڌو ۽ ٻين درياهن جي نڪرڻ جو اصلي هنڌ معلوم نه ڪري سگهيو.

’سنڌو درياهه‘ جي اصل منڍ يا نڪرڻ جي هنڌ جي معلومات دنيا کي سڀ کان اڳ، سويڊن ملڪ جي هڪ سياح ۽ مهم جو شخص، ’سيون هيڊن‘ (Seven Hedin) ڏني. هو 1907ع جي اونهاري ۾ پنهنجن ساٿين سان گڏ مانسروور ڍنڍ تي پهتو. هن سان سفر ۾ گڏ هڪ يورپي دوست، ٽيهه ملازم ۽ مزدور، گهوڙا، خچر ۽ رڍون هيون، جيڪي روزانو کُهي کائيندا هئا. ان کانسواءِ سندس سامان ۾ دوائن جي پيٽي، سروي جو سامان، نقشي تيار ڪرڻ ۽ لکڻ جو سامان ۽ هڪ ننڍي ته ٿي سگهندڙ ڪينواس جي ٻيڙي (انگلنڊ جي ٺهيل) هئي، جيڪا هڪ سڙهه ۽ ونجهه سان هلائي سگهبي هئي. هيڊن جي هن ڪٺن سفر جو مقصد اهو هو ته هو برهمپترا ۽ سنڌوءَ جا منڍ ڳولي هٿ ڪري، مانسروور جي تري ۽ اونهاريءَ جي ڄاڻ حاصل ڪري ۽ اهو معلوم ڪري ته مانسروور ڍنڍ ڪيڏي وڏي آهي ۽ ان جي چوڌاري ٻڌن ۽ ٻين مذهبن وارن جا مندر ۽ مٺ ڪيترا آهن.

هندو ڌرم ۽ ٻڌ ڌرم جا پوئلڳ، مانسروور ڍنڍ کي ’ديوتائن جو آستان‘ ڪري مڃيندا آهن. انهن ’هيڊن‘ کي ڏاڍو سمجهايو ته هو مانسروور واريءَ ٽي هڪ وڏو وڻ آهي، جنهن ۾ ساڌن جا ڪيترا حجرا لٽڪيل آهن. هن وڻ ڍنڍ ۾ هيٺ ديوتائن جي قلعي کي ڍڪي رکيو آهي، جيڏهن ٻيڙي اتي پهتي ته ديوا ڪاوڙجي پوندا ۽ سندس ٻيڙي اونڌي ڪري ڇڏيندا. پر هيڊن نه مڙيو ۽ ٻيڙي ڍنڍ ۾ لاهي اڳتي وڌيو ته خانقاهن جي راهبن ڪيس گرفتار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هي ٻيڙيءَ جو رخ ڦيرائي اندر نڪري ويو. هو پنهنجي ڪم ۾ جنبي ويو ۽ پورا مهيان، ڏينهن رات، ڍنڍ جي گهرائي ۽ اونهائيءَ جي ماپ وٺندو رهيو. آخر هو ان نتيجي تي پهتو ته مانسروور ڍنڍ گهٽي ياڳي گولائيءَ ۾ آهي ۽ ان جي ايراضي 15 چورس ميل آهي ۽ ان جي وڌ ۾ وڌ اونهائي 250 فٽ آهي. وڏي ڳالهه ته هن اهو ثابت ڪري ورتو ته ”سنڌو درياهه جو نڪرڻ جو اصل هنڌ مانسروور نه آهي.هن قديم سياح ’مور ڪرافٽ‘ جي رپورٽن ۽ پنهنجي تحقيق رستي اندازو لڳايو ته سنڌوءَ جو اهل سرچشمو اتر طرف ڪٿي آهي، پر ڪيس ان طرف وڃڻ جي اجازت حاصل نه هئي.

’هيڊن‘ هڪ بيڌڙو، بهادر ۽ اورچ سياح ۽ سياستدان هو. هو پنهنجي خچر تي سامان رکي، پنهنجن ماڻهن کي وٺي، ڪيلاش پربت جو چڪر لڳائي، تبت جي اُتر-اولهه ۾ ’سنڌوءَ جي منڍ‘ جي ڳولا ۾ ڀٽڪندو رهيو. اوچتو هڪڙي ماٿريءَ ۾ پهتو، جتي ريڍارن رڍون پئي چاريون. هن انهن کان پڇا ڳاڇا ڪئي، انهن مان هڪڙي هام هنئي ته هو ڪيس ’سنڌوءَ جو منهن‘ (سنگي-ڪباب) ڏيکاريندو. نيٺ هي ٻئي ڄڻا، جبل جهاڳيندا، ميلن جا ميل پنڌ ڪندا آخر 17000 فوٽن جي اوچائيءَ تي هڪ هموار واديءَ ۾ وڃي پهتا، جتي جبل جي دامن مان هڪ سرحي شڪل جي هڪ اڇي ٽڪري ٻاهر نڪتل هئي. ان ٽڪريءَ جي هيٺان پاڻيءَ جا چشما وهي رهيا هئا، جن جو پاڻي گاهه سان ڇانيل تلائن ۾ گڏ ٿي رهيو هو. سڪائون باسيندڙن جا مٽيءَ جا ننڍڙا احرام ۽ پٿرن جون ڍيريون هنڌ هنڌ پکڙيل هيون ۽ پهاڙن تي ڪجهه تحريرون به هيون. هي ئي اهو مقدس هنڌ ’سنڌوءَ جو منهن‘ هو جيڪو ڏسي هو حيرت ۽ خوشيءَ جي گڏيل احساسن ۾ گهيرجي ويو. هيڊن جي جفاڪشيءَ ۽ ڪوجنا نيٺ رنگ لاتو. هو لکي ٿو: ”آئون هٽ ٻڌي خاموشيءَ سان سوچيندو رهيس، ۽ فخر ۽ شڪرگذاريءَ سان منهنجو ڳاٽ اوچو ٿي ويو ته آئون اهو پهريون گورو شخص آهيان جيڪو منزل تي پهچي ويو آهيان. آئون اُتي بيهي سنڌو درياهه کي ڌرتيءَ جي گود مان نڪرندو ڏسندو رهيس ته هي آهي عظيم سنڌوءَ (Almighty Sindhu) جو ’شينهن وارو منهن‘ (سنگي-ڪباب).“

واقعي ’سيون هيڊن‘ اهو پهريون اڇي چمڙيءَ وارو شخص هو، جيڪو هن ’طاقت جي سرچشمي‘ سنڌوءَ جي ڦٽي نڪرڻ/ پيدائش واري هنڌ تي پهتو هو. پنهنجي سرچشمي ’سنگي-ڪباب‘ مان نڪرڻ کانپوءِ سنڌو درياهه تبت جي مٿاهين مٿاڇري جي اولهه ۾ واقع اوچين ماٿرين مان سفر ڪندو، اتر اولهه ۽ پوءِ اولهه جو رُخ ڪري ٿو. اهڙيءَ ريت سنڌو درياهه، نقشي ۾ هڪ ’ڏانٽي‘ جي شڪل ٺاهيندو نظر اچي ٿو. بهرحال هن

درياهہ جي داستان جو ٻهريون حصو، اولهہ ٿٻيٽ جي داستان تي مشتمل آهي، پر مغربي دنيا لاءِ هي داستان بنهہ مختصر ۽ نامڪمل آهي، جو اڄا تائين هن علائقي جي تاريخ نہ لکي وئي آهي.

سنڌو درياهہ، ڪيلاش پربت جي دامن مان ’سنگي-ڪباب‘ وٽان ڦٽي، هماليہ جي ڦاٽن مان وهندو، اٽڪل 760 ڪلوميٽر سفر لهي ڪري لداخ ۾ داخل ٿئي ٿو. ڪيلاش جبل، هندو ڏند ڪٿا موجب ديوتائن جو مسڪن ۽ پولي ناٿ شو شنڪر جي ’ارضي جنت‘ آهي، جتي شِوَ پنهنجي پريم پتني پاروتيءَ سان گڏ رهندو هو. ’شو لِنگ‘ تخليق جي علامت آهي، جتان انساني نشونما جا سرچشما ڦُٽي نڪرن ٿا. ان حوالي سان شو مهراج جي ڌرتي، ڪيلاش پربت مان نڪرندڙ ’سنڌو درياهہ‘ بہ حيات بخش درياهہ آهي. هي درياهہ ڪيلاش، لداخ ۽ ڪشمير کان ٿيندو، هي ’سنگي درياهہ‘ (شينهن درياهہ) پنجاب جا پٽ لتاڙيندو، چم چم ڪندو، ڦهڪندو، سنڌ ۾ داخل ٿئي ۽ سنڌس دم سان ان سموري خطي ۾ آباديون ۽ وسنديون آباد آهن.

**سنگھہ (لفظ جو بنياد)**: ڪشتري (ڪتري)، جن کي هن وقت راجپوت سڏيو وڃي ٿو، پنهنجي نالي پٺيان سنگهہ/سنگ جو لفظ استعمال ڪندا آهن. جنهن جي لغوي معنيٰ ’شينهن‘ آهي، يعني ’بهادر‘. ڪتري تاريخ ۾ انتهائي بهادر، جنگجو، سورما، جوڌا، راجا ۽ مهاراجا رهيا آهن. اهو ئي سبب هو، جو ڪترين نالي سان گڏ ’سنگھہ‘ جو خطاب اختيار ڪيو. هن لفظ جو بنياد ٽئين وڪرمي سنبت کان ملي ٿو. جڏهن ايران جي شهنشاهہ هندو سيپتا کي پنهنجو ڪيو ۽ پنهنجي نالي سان گڏ ’سنگھہ‘ لفظ ويرتا/ بهادريءَ لاءِ ڪم آندو. پهريائين گجرات راجپوتانا، مالوا، ڪاٺياواڙ ۽ دکن تي راڄ ڪرڻ واري شاڪ جاتي ايراني ڪترب ونسي (نسل) بهادر راجا رُودر داما جي پٽ، مها پرتابي راجا ردرسنگھہ پنهنجي نالي پويان سنگھہ لڳايو. مالوا جي پرمار راجائن جي نالي جي پڇاڙيءَ ۾ سنگھہ لفظ لڳائڻ جو رواج وڪرمي سنبت 10 ۾، ميواڙ جي گهلوتن ۾، وڪرم سنبت 12 ۾، ڪڇواهن ۾ وڪرم سنبت 12 ۾، چوهاڻن وٽ وڪرمي سنبت 13 ۾ ۽ مارواڙ جي راٺوڙن ۾ وڪرمي سنبت 17 صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ رائج ٿيو. راجپوتن جي اثر هيٺ سکن جي ڏهين گرو گوبندسنگھہ (وڪرمي سنبت: 1722ع-1765ع) ارڙهين صديءَ ۾، سنگھہ جو لفظ پنهنجي نالي ۾ استعمال ڪيو هو. هاڻي هي لفظ سکن جي عام سڃاڻپ جو ڪارڻ بڻجي ويو آهي. جيڪڏهن ڪنهن بہ دين/ ڌرم جو ماڻهو سک پنٿ کي اختيار ڪري ٿو تہ سندس نالي پٺيان ’سنگھہ‘ ضرور لڳايو ويندو آهي.

**سنگھہ (جماعت)**: ٻڌمت ۾ فقيرن ۽ سنياسين جي گروهہ/ جماعت کي ’سنگھہ‘ چيو ويندو آهي. گوتم ٻڌ جي زماني کان ئي اهڙا ماڻهو جيڪي دنيا جي مڙني آسائشن کي تياڳي ٻڌمت جي راهہ اختيار ڪندا هئا تن کي باقاعدي هڪ جماعت ۾ شامل ڪيو ويندو هو. ان جماعت کي ’سنگھہ‘ چوندا هئا. سڀ کان اول ان سنگھہ ۾ اهي چيلا ۽ مريد داخل ٿيندا هئا، جيڪي گوتم کان ڦري ڪري دشت غزالان (هرڻن جي ميدان) ۾ هليا ويندا هئا ۽ پوءِ هوريان هوريان ٻيا ماڻهو بہ هن جماعت ۾ شريڪ ٿيندا هئا. گوتم ٻڌ جي مري وڃڻ کانپوءِ سندس چيلن، پيروڪارن ۽ معتقدن ۾ تمام تيزيءَ سان اضافو ٿيندو ويو جنهن سبب هن مذهب ۾ ’سنگھہ‘ جهڙي مذهبي اڳواڻن تي ٻڌل جماعت نروار ٿي. شروعات ۾ سنگھہ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڪا بہ ريت رسم ڪا نہ هئي ۽ نہ ئي ڪي قانون جوڙيا ويا، پر پوءِ انهيءَ جا باقاعدي قاعدا ۽ ضابطا جوڙيا ويا، اهڙيءَ ريت سنگھہ هڪ ربابند حيثيت اختيار ڪئي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو سنگھہ ۾ داخل ٿيڻ جو خواهشمند هوندو هو تہ ڪيس سنگھہ جي مقرر ڪيل اصولن ۽ قاعدن کي مڃڻو پوندو هو ۽ انهن تي عمل ڪرڻ بہ ضروري هوندو هو. سنگھہ فرقي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ هيٺين شرطن تي پورو لهڻ ضروري سمجهيو ويندو آهي:

- انهيءَ ماڻهوءَ کي ڪنهن بہ قسم جي وچڙندڙ بيماري جهڙوڪ: سلهہ، دق، ٽپ، مرگهي نہ هئڻ گهرجي.
- اهو ماڻهو غلام، قرضدار يا سپاهي نہ هئڻ گهرجي.
- اهو پنهنجو جوابدار پاڻ هجي ۽ پنهنجي رضا خوشيءَ سان سنگھہ ۾ داخل ٿيندو هجي.
- هن پنهنجي والدين کان اجازت ورتي هجي.

جيڪڏهن درخواستگذار انهن چئن ڳالهين کي قبول ڪندو تہ سنگھہ جي اصولن مطابق ان جو مٿو ڪوڙيو ويندو ۽ هو گيڙو رنگ جا ڪپڙا پائي، گوشہ نشيني اختيار ڪندو ۽ تعليم ۽ عمل وسيلي ڪوشش ڪندو تہ هو وڌو درجو حاصل ڪري. ابتدائي دؤر ۾ سنگھہ جا سڀ ميمبر برابر سمجهيا ويندا هئا. منجهن ڪنهن کي بہ امتيازي يا گهٽ حيثيت حاصل نہ هئي ۽ نہ ڪنهن جو ڪو خاص عهدو يا منصب هو. مگر وقت گذرڻ سان هوريان هوريان انهيءَ ۾ مختلف منزلون پيدا ٿينديون ويون ۽ مختلف قسم جا عهديدار سامهون ايندا ويا. ايستائين جو تبت ۾ عهديدارن جو هڪ منظم سلسلو شروع ٿيو. جيڪو دلائي لاما تائين پڪڙجي ويو. سريلنڪا ۾ هن وقت تائين جيڪو طريقو جاري آهي، اهو گهڻو ڪري سيني کان پراڻو آهي، جنهن کي ’تري ٽپڪ‘ ۾ بيان ڪيو ويو آهي. انهيءَ جو تت هن ريت آهي.

جيڪو دنيادار، سنگھہ ۾ داخل ٿيڻ گهري ٿو تہ اهڙو ماڻهو اميدوار بڻجڻ وقت گهٽ ۾ گهٽ اٺن سالن جو هجڻ گهرجي، مگر باقاعدي داخلا انهيءَ وقت ٿيندي، جڏهن اهو ويهن سالن جو ٿيندو. داخلا وقت ڏهن راهبن جو سٽ ويهندو، انهيءَ سٽ جي سرواڻي اهڙو شخص ڪندو، جيڪو گذريل ڏهن سالن کان سنگھہ جو ميمبر رهيو هجي. سٽ جي جلسي لاءِ ڏڌن جون بہ قطارون هڪٻئي جي آمهون سامهون وڇايون وينديون، سنگھہ جا سڀ ڪارڪن انهن ڏڌن تي اچي ويهندا، سنگھہ جو سرواڻ انهن مان هڪ قطار جي مهڙ ۾ ويهندو. اميدوار سادي لباس ۾ گردا دستر هٿ ۾ ڪٽي داخل ٿيندو، جنهن جي اڳ ۾ هڪ پڪشو هوندو،

جيڪو اميدوار جو نالو سنگهه ۾ داخل ڪرڻ لاءِ پيش ڪندو. اميدوار، سرواڻ کي سلام ڪندو ۽ ڪيس ڪا نه ڪا سوکڙي پيش ڪندو. ان ڪانپوءِ هو ٽي ڀيرا پنهنجي داخلا لاءِ ڪن خاص لفظن ۾ درخواست ڏيندو، جنهن جو مفهوم هي هوندو آهي ته: ”حضور، منهنجي مٿان رحم ڪريو. مون کان هي ڪپڙا وٺو ۽ مون کي سنگهه ۾ داخل ڪريو ته جيئن غم کان آزاد ٿي وڃان ۽ نرواڻ حاصل ڪريان.“ سنگهه جو سرواڻ انهيءَ وقت اميدوار کان گيڙو ڪپڙن جي ڳنڍ وٺندو ۽ ڪجهه خاص شبد انساني جسم جي فاني هجڻ جي باري ۾ پنهنجي زبان مان بيان ڪري اها ڳنڍ اميدوار جي ڳچيءَ ۾ وجهندو. اميدوار اهي گيڙو رنگ جا ڪپڙا پائي ٻيهر سرواڻ جي سامهون حاضر ٿيندو ۽ گوڏا کوڙي 'ٽي مامن' ۽ 'ڏهه حڪم'، ٽي دفعا ورجائيندو. اهي ٽي مامن ۽ ڏهه حڪم ٻڌ ڌرم جي ڌرمي ۽ مقدس پستڪ 'تري ٽپڪ' ۾ هيٺينءَ ريت ڄاڻايل آهن:

**ٽي مامن:**

(1) مان ٻڌ ۾ پناهه وٺان ٿو.

(2) مان شريعت ۾ پناهه وٺان ٿو.

(3) مان سنگهه ۾ پناهه وٺان ٿو.

**ڏهه حڪم:**

(1) ڪنهن به ساهواري کي نه مارڻ، (2) چوري نه ڪرڻ، (3) ناپاڪيءَ کان پرهيز ڪرڻ، (4) نشيدار شين کان پرهيز ڪرڻ، ڇاڪاڻ ته اهي نيڪي توڙي ترقيءَ جي رستي تي رنڊڪون وجهن ٿا، (5) ڪوڙ نه ڳالهائڻ، (6) منع ٿيل خاص وقتن تي ڪجهه نه کائڻ، (7) ناچ، گانې ۽ موسيقيءَ کان پرهيز ڪرڻ، (8) سينگار جي خيال سان هار، سرهو تيل ۽ زيور استعمال نه ڪرڻ، (9) وڏي پلنگ استعمال نه ڪرڻ، (10) ڪنهن کان به سون، چاندي يا ٻي ڪا قيمتي شيءِ نه وٺڻ.

مٿين حڪمن جو عهد ڪري اميدوار اُتي سلام ڪندو آهي، ڪمري کان ٻاهر نڪري ويندو آهي ۽ اهڙيءَ ريت هو باقاعدي اميدوار بڻجي ويندو آهي. اها سندس سنگهه ۾ داخل ٿيڻ جي پهرين منزل هوندي آهي. ساڳيءَ ريت جيڪڏهن ڪو ڪارڪن ٻڌمت جي ٻيءَ منزل تي پهچڻ لاءِ ڀڪشو ٿيڻ چاهيندو آهي ته ڪيس سنگهه ۾ درخواست ڏيڻي پوندي آهي ۽ هو وري سٽ جي سامهون پيش ٿيندو آهي. جيڪڏهن اميدوار سٽ جي اڳيان ويندو ته گيڙو ڪپڙن بجاءِ سادن ڪپڙن ۾ ڪيس سموريون رسمون ادا ڪرڻيون پونديون آهن. جيڪي ان پهرين ڏينهن ادا ڪيون هيون. پر هن ڀيري اميدوار مامن ۽ حڪمن جي اقرار کان پوءِ هو ٻاهر نه ويندو. بلڪ سنگهه جي سرواڻ کي گذارش ڪندو ته هو سندس گرو بڻجڻ قبول ڪري. جڏهن سرواڻ رضامندي ظاهر ڪندو ته اميدوار هڪ ڪنڊ ۾ هليو ويندو. جتي هن جي ڳچيءَ ۾ پنڻ وارو ڪشتو وڌو ويندو ۽ پوءِ هڪ راهب، جيڪو انهيءَ جي داخلي جو وڪيل هوندو، اميدوار کي ساڻ وٺي سٽ جي آڏو وڃي ويهندو ۽ ويل راهبن مان هڪ راهب اٿي وڃي اميدوار جي پرسان ويهندو. اهي ٽئي ڄڻا اهڙي طرح ويهندا، جو اميدوار وچ ۾ ۽ راهب ان جي ساڄي ۽ کاٻي هوندا. اهي راهب اميدوار جا وڪيل سمجهيا ويندا. اهي هن کان هن ريت سوال ڪندا: تنهنجو نالو ڇا آهي؟ تنهنجي گروءَ جو نالو ڇا آهي؟ توکي ڪا وچڙندڙ بيماري ته ناهي؟ تنهنجي والدين توکي داخلا جي اجازت ڏني آهي؟ ڇا تون آزاد آهين ۽ پنهنجي خوشيءَ سان سنگهه ۾ داخل ٿيڻ گهرين ٿو؟ جڏهن ڪين سيني سوالن جا تسلي بخش نموني سان جواب ملي ويندا ته اهي سٽ کي پڪ ڏياريندي ڪيس ڀڪشوءَ جي روپ ۾ سنگهه گروپ ۾ شامل ڪرڻ جي سفارش ڪندا آهن. سٽ ان کي سنگهه ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت ڏيندو آهي ۽ اميدوار گوڏا کوڙي ٽي ڀيرا چوندو آهي ته: ”ڀڪشؤ! مان توهان کي داخلا جي درخواست ڏيان ٿو مون تي ٻاجهه ڪريو ۽ مون کي اُٿاريو. اميدوار جا وڪيل ٽي دفعا سٽ کان پڇندا آهن ته ڪنهن کي اميدوار جي سنگهه ۾ شرڪت تي ڪو اعتراض ته ڪونهي؟ جڏهن ڪو به اعتراض سامهون ناهي ايندو ته اهي سرواڻ جي آڏو نوڙت سان جهڪي چوندا آهن ته: ”اميدوار کي سنگهه ۾ داخل ڪيو ويو ۽ اڄ کان فلاڻو سندس گرو آهي. انهيءَ رسم ادا ٿيڻ ڪانپوءِ ميمبرن مان هڪ ڄڻو اٿي سنگهه جا قاعدا پڙهي ٻڌائيندو آهي ۽ داخل ٿيندڙ اميدوار کي هدايت ڪندو آهي ته انهن قاعدن جي پابندي ڪرڻ لازمي آهي. اهو نئون راهب نئين گروءَ سان گڏ رهندو آهي ۽ انهيءَ جي حڪمن جي پيروي ڪري، گروءَ جي هر طرح خدمت ڪندو آهي. اهڙي نموني جو شروعاتي اميدوار 'سمزه' سڏرائيندو آهي، جڏهن ته راهب جو مهاٻ اتم درجو 'سمرن' ۽ 'ڀڪشو' آهي. سنگهه جي ميمبرن جي باري ۾ تمام گهڻا تفصيلي حڪم ڏنا ويا آهن، جيڪي هر مهيني سندن جلسن ۾ پڙهي ٻڌايا ويندا آهن. انهن حڪمن جو پتو پنجين صدي ق.م تائين ملي ٿو ۽ اُن جي مجڻ جا ڪيترائي ڪارڻ آهن. ڇاڪاڻ ته اهي قاعدا خود ٻڌمت جو سرواڻ گوتم ٻڌ مقرر ڪري ويو هو. حڪمن جا تفصيل هيٺينءَ ريت آهن:

(1) **خوراڪ:** گوتم ٻڌ جي حڪم موجب راهب ئوس غذا فقط منجهند جو کائي سگهي ٿو. منجهند کان پوءِ ٻئي ڏينهن صبح تائين هو رڳو کير پي سگهي ٿو يا اهڙي ڪا پاڻياٺ پي سگهي ٿو. نشي کان پرهيز واجب آهي، راهب فقط اها شيءِ کائيندو، جيڪا کيس خيرات ۾ ملندي. پنڻ جو طريقو هي هوندو ته هو پنهنجي ٺڪر جو پيالو کڻي، هر گهر جي دروازي تي وڃي، چپ چاپ بيهندو. جيڪڏهن ڪنهن کيس ڏسي سندس پيالي ۾ ڪجهه وڌو ته هو دعائون ڪندو اڳتي وڌندو، نه ته خاموشيءَ سان انهيءَ دروازي کان ٻئي گهر جي دروازي ڏانهن وڌندو. اهو خيال نه ڪندو ته گهر جو مالڪ امير آهي يا غريب، برهمڻ آهي يا ڀنگي، خيرات ۾ مليل ماني کڻي پنهنجي ڪٽيا/ جهوپڙيءَ ۾ هليو ويندو ۽ اتي ويهي ڪاڌو کائيندو ۽ لڳاتار اهو سوچيندو رهندو ته جسم ڪيڏو نه ايذائيندڙ آهي، جو انهيءَ جي جياپي لاءِ پنڻو به پوي ٿو. راهبن ۾ جيڪي اوچو مرتبو رکن ٿا، تن لاءِ گوشت کائڻ، دعوتن ۾ وڃڻ ۽ بغير پنڻ وارين شيون کائڻ ممنوع آهن.

**(2) قيام (ڏاهو):** ڏاهي واسطي سيني ڪان سلي جڳهہ جهنگ ٻڌايو ويو آهي. اڳئين دؤر ۾ گوتم ٻڌ جي زماني ۾ شاهوڪار ماڻهو عقيدتمنديءَ وچان ٻڌ جي راهبن لاءِ مَٺ ٺهرائيندا هئا. گوتم جي پيرويءَ ۾ چار مهينا مينهوڳيءَ جي مند ۾ انهن مٺن ۾ ڏاهي (قيام) ڪرڻ جو حڪم هو. باقي اٺ مهينا تبليغي دورن ۾ وقت گذارڻ لازم هو.

**(3) لباس:** لباس جي باري ۾ هيءَ هدايت آهي تہ جيستائين ٿي سگهي تہ ٻين جا لاٿل پراڻا ڪپڙا پاتا وڃن. مگر گوتم جي وقت ۾ ئي راهبن لاءِ گيڙو لباس مقرر ڪيو ويو هو. هي لباس ٽن ڪپڙن، لنگوٽي، گوڏ ۽ هڪ ڊگهي چادر تي مشتمل هوندو آهي. ڊگهي چادر پيرن وٽان ويڙهي ڪاهي ڪلهي تي اهڙي نموني سان رکي وڃي، جو ساڄو ڪلهو اگهاڙو رهي. انهن ٽنهي ڪپڙن کي هنڌان هنڌان ڦاڙي سبندا آهن تہ جيئن ٻئي ڪنهن ڪم اچي نہ سگهن ۽ سونهن جو سبب نہ بڻجن.

**(4) پرهيزگاري، بک ۽ غريبي:** راهبن جي لاءِ جنسي لاڳاپا رکڻ قطعي منع ٿيل آهي ۽ اهو گناهہ قتل ۽ چوريءَ جي برابر سمجهيو ويندو آهي. جيڪڏهن ڪو راهب جنسي گناهہ ڪندو تہ اهو سنگهہ مان ڪڍيو ويندو. غريبيءَ جي حوالي سان بہ سخت حڪم آهي. راهب پاڻ وٽ هڪ وقت ائن شين ڪان وڌيڪ نہ ٿو رکي سگهي، يعني ٽي ڪپڙا (لنگوٽي، گوڏ ۽ چادر) هڪ ڪمر بند، هڪ پنڻ جو پيالو، هڪ پاڪي، هڪ سئي ۽ هڪ چاڻي رکي سگهي ٿو. چاڻيءَ انهيءَ لاءِ رکندو تہ جيئن پيئڻ جو پاڻي وغيره ڇاڻي پيئي تہ جيئن ڪا ساهواري شيءِ يا جيت سندس پيٽ ۾ نہ هليو وڃي ۽ راهب انهيءَ ساهواري جي مرڻ جو باعث نہ بڻجي.

**(5) فرمانبداري:** ٻڌمت موجب فرمانبرداري رڳو شريعت جي لازمي آهي. ڪنهن بزرگ يا پاڻ ڪان وڏي راهب جي تعظيم ۽ عزت ڪرڻ ڪافي آهي. ڪنهن نئين اميدوار کي بہ پراڻي ڪان پراڻو راهب پنهنجي حڪم هيٺ آڻي نہ ٿو سگهي ۽ نہ وري سنگهہ جي ڪارڪنن تي سندس حڪم مڃڻ لاءِ زور ڀري سگهي ٿو. ٻڌمت جي اصولن پٽاندڙ هر راهب جي شخصي ڪردار ۾ فرمانبرداريءَ جي عنصر جو هجڻ لازمي آهي. هڪ نئين راهب جي روزاني زندگي ڌرمي پستڪ 'دنيا چريائن' ۾ هن طرح بيان ڪئي وئي آهي:

"هو (راهب) سج اڀرڻ ڪان اڳ ۾ سنان ڪندو ۽ پوءِ وهاري يعني ٻڌ مندر ۾ ٻهاري ڏيندو. ان ڪانپوءِ ٻوڏي وڻ جو ٿلهو صاف ڪندو، پيئڻ جو پاڻي ڀريندو، ان کي ڇاڻيندو ۽ واپرائڻ جي لائق بڻائيندو. ڪنهن اڪيلي هنڌ ويهي شريعت جي حڪم تي سوچيندو. ان ڪانپوءِ باغ مان گل پٽيندو ۽ انهن گلن کي مندر تي نڇاور ڪندو، جتي ٻڌ جا يادگار دفن آهن. گلن جي چادر چاڙهڻ وقت هو گوتم ٻڌ جي عظمت جو اقرار ڪندو ۽ سوچيندو تہ گوتم ٻڌ ڪيڏو نہ مها هستي هو ۽ هو پاڻ ڪيڏو نہ نڪمو ۽ گهٽ آهي. بعد ۾ هو پنڻ جو پيالو کڻي ڳوٺ سان گڏ پنڻ ويندو. جتان واپسيءَ تي هو پاڻي آڻي گروءَ جا پير ڌوئيندو ۽ کيس ڪاڏو ڪارائيندو. گروءَ کي ڪاڏو ڪارائڻ ڪانپوءِ راهب پاڻ ڪاڏو ڪائيندو ۽ پوءِ

ٻنهي پيالن کي ڌوئي صاف ڪندو. ان ڪانپوءِ ڪنهن نويڪلي جاءِ تي ويهي ٻڌ ۽ سندس تعليم تي ويچار ڪندو يا تہ ٻڌ ڌرم جو ڪو مقدس ڪتاب کڻي گروءَ ڪان سبق وٺندو يا انهيءَ ڪتاب جو نقل ڪندو ۽ هر وقت انهيءَ ۾ لڪيل حڪمن جي معنيٰ ۽ مطلب تي غور ڪندو رهندو. انهن مڙني اصولن جو پورائو ڪندي راهب پنهنجي فرمانبرداريءَ جو ثبوت ڏيندو آهي. سنگهہ ۾ گرو چيلي يا ڪارڪن جي حيثيت سان رهندي ڌيان کي تمام گهڻي اهميت حاصل آهي. ٻڌمت ۾ ڌيان جا پنج مختلف قسم ڄاڻايل آهن، جن تي عمل وسيلي راهب يا سنگهہ جا ڪارڪن پنهنجن نفساني خواهشن، دنياوي لوڀ، آرام ۽ آسائش جي گهرجن تي ضابطو آڻيندا آهن. ڌيان جا قسم هن ريت آهن:

**(1) پتا ڀاونا (محبت جو ڌيان):** هن قسم ۾ انهيءَ ڳالهہ تي غور ڪيو ويندو آهي تہ مصيبت ۽ ڏکن جي زندگيءَ ڪان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ڪهڙي خوشي حاصل ڪجي، جيڪڏهن اها خوشي سڄي دنيا کي حاصل ٿي وڃي تہ ڪيترو نہ سٺو. مطلب تہ راهب سڄي دنيا جي محبت سان پنهنجي دل کي ٽمٽار ڪندو ۽ سڄي مخلوق جو ڀلو گهرندو.

**(2) ڪرونا ڀاونا (همدرديءَ جو ڌيان):** ڌيان جي هن عمل ۾ راهب پنهنجو سمورو ڌيان هن نقطي تي مرڪوز ڪندو تہ دنيا ڏکن ڏاکڙن سان ڀري پئي آهي، گوتم ٻڌ جي قول موجب 'سروم دڪم دڪم' دنيا جي هر شيءِ ۾ ڏک آهي. اهڙيءَ ريت راهب دنيا جي ستايلن ۽ مجبورن جي درد کي محسوس ڪري پنهنجي دل ۾ همدرديءَ جو جذبو پيدا ڪندو.

**(3) مديتا ڀاونا (خوشيءَ جو ڌيان):** هن قسم ۾ ٻين جي خوشيءَ جو خيال رکڻ ۽ انهن جي خوشيءَ مان خوشي حاصل ڪرڻ جي نقطي تي ڌيان ڪيو ويندو آهي.

**(4) اسوڀ ڀاونا (ڇوٽڪاري جو ڌيان):** ڌيان جي هن قسم ۾ انهيءَ ڳالهہ تي ويچار ڪيو ويندو آهي تہ جسم ڪيتري قدر خراب شيءِ آهي ۽ ڪهڙيءَ طرح بيماري ۽ موت جو شڪار ٿي وڃي ٿو ۽ انهيءَ جي پابندين مان آزاد ٿيڻ ڪيتري قدر ضروري آهي.

**(5) اپڪشا ڀاونا (اطمينان، دماغي ڌيان):** هن ڌيان ۾ درويش يا راهب دنيا جي سمورين سٺاين، براين، ڏک، خوشي، صحت، بيماري، دولت ۽ غربت تي غور ڪندو آهي ۽ سندس ڪوشش هوندي آهي تہ هو انهن سڀني ڳالهين جو اثر قبول نہ ڪري. انهيءَ سلسلي ۾ گوتم جو آخري خطاب ذڪر لائق آهي، جيڪو هن مرڻ ڪان اڳ ۾ 'ڪوٽا گارا' هال ۾ راهبن جي سنگهہ ۾ ڪيو هو گوتم ٻڌ جي انهيءَ آخري خطبي کي سنگهہ جي فرض جو نچوڙ چئي سگهجي ٿو. ٻڌ ڌرم جي ڌرمي پستڪ 'ٻڌ سوتر' ۾ انهن لفظن کي نقل ڪيو ويو آهي، جنهن جو الٿو هيٺينءَ ريت آهي:

"اي درويشو! هن قانون کي، جيڪو مون اوهان آڏو آندو آهي، چڱيءَ طرح ياد ڪريو انهيءَ تي عمل ڪريو ۽ انهيءَ جي تبليغ ڪريو تہ جيئن منهنجو هي مذهب دنيا سان همدردي، ديوتائن ۽ ماڻهن جي فائدي واسطي گهڻو وقت زنده رهي."

گوتم ٻڌ موجب اهي چار خلوص ڀريا مراقبا آهن. چار وڏيون ڪوشون آهن. ’ٻوڌيءَ‘ تائين پهچڻ لاءِ چار پيچرا، پنج اخلاقي قوتون آهن. انهن جامع فڪرن ۾ جيڪي ڪجهه چيو ويو آهي، سو مختصر طور هيٺ بيان ڪجي ٿو:

(1) هشت قل رستو: چار خلوص مراقبا، (ستي پٽانا) هي آهن:

(i) جسم جي ڪثافت جي باري ۾

(ii) انهن براين جي باري ۾ جيڪي احساس بعد پيدا ٿينديون آهن.

(iii) خيالن ۽ ويچارن جي اٽل ۽ نا اٽل هجڻ متعلق

(iv) زندگيءَ جي حالتن ۽ پابندين جي باري ۾

(2) چار وڏيون ڪوششون (سمبڌانا) هي آهن:

(i) اها ڪوشش ڪرڻ ته جيئن خراب لڇڻ پيدا نه ٿين.

(ii) پيدا ٿيل خراب لڇڻن کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

(iii) غير موجود نيڪين کي نئين سر وجود ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

(iv) انهن نيڪين کي ترقي ڏيڻ جي ڪوشش ڪرڻ، جيڪي اڳ ۾ موجود هجن.

(3) ولايت جا چار رستا (اڌي پدا):

(1) ولايت حاصل ڪرڻ جو پڪو پهه/ ارادو ڪرڻ.

(2) ولايت جي حاصلات لاءِ رياضتون ڪرڻ

(3) ولايت جي حاصل ڪرڻ لاءِ دل جي پاڪائي

(4) حق جي تلاش ۽ جستجو

(4) پنج اخلاقي قوتون (پلاني) يا ذهني صلاحيتون (اندر پالي) هي آهن: (i) اعتقاد (ii) چست سرگرميون (iii) ياد (iv) سوچ (v) وجدان.

انهن پنجن اخلاقي سگهن ۽ ذهني صلاحيتن مان اعتقاد کي ڪيئي چار وڏيڪ صفتون شامل ڪيون وڃن ٿيون، يعني مذهبي ڪتابن جي تحقيق، اطمينان /آنند، خوشي ۽ وجدان. انهن کي ست عقل منديون (ٻوڌي رنگي) چئبو آهي.

اهڙيءَ طرح ’سنگھ‘ يا فقيرن جي جماعت ۾ داخلا ٿيندي آهي.

**سنگھا تلاءُ (ماڳ)**: سنگھا تلاءُ، ننگرپارڪر کان 14 ميل اتر طرف، ويراواهه شهر جي اولهه طرف آهي، جنهن جي ويڪرائي ٻه چورس ميل ڪن ٿيندي. چيووجي ٿو ته هي تلاءُ ’پاڻ/ پان‘ نالي هڪ مالدار ماڻهوءَ ٺهرايو هو. برسات جي موسم ۾ هي تلاءُ پاڻيءَ سان ڀرجي تار ٿي ويندو آهي ته هن ۾ ٻاروهي پاڻي موجود رهندو آهي. ڏکڻ پاسي کان چٽيندا ٽڪريءَ تان لهندڙ ڪونيا نئن جو پاڻي به هن تلاءُ ۾ اچي پوندو آهي. هي سنگھا تلاءُ ويراواهه جي سوڍن کي جاگير طور مليل هو. هن تلاءُ جو پاڻي سُڪڻ ڪانپوءِ ٻني ڪيڙي هيرڻ ۽ ڪٽڪ جي پوک ڪئي ويندي آهي. هن تلاءُ تي ڪيترن قسمن جا پرديسي پکي اچي لهندا آهن، هتي هڪ قسم جو ٽي چار فوٽ ڊگھو گاهه ٿيندو آهي، جنهن کي ڪلورو چئبو آهي. جنهن مان پورهيت ڪٽن جو واڻ ناهيندا آهن ۽ ان گاهه جي ڦرين جو ٻج ڏڪار جي وقت پيهين ماني ناهيندا آهن.

**سنگھار**: سنگھار، سومري حڪمران دودي پهرئين جو فرزند هو. هيءُ ننڍي جمار ۾ 485هه/ 1092ع ڌاري تخت تي ويٺو. تنهن ڪري سڄو راڄ دودي جي وڏي ڌيءَ ’تارا ٻائي‘ هلائڻ لڳي. تارا ٻائي اهڙيءَ ريت حڪومت ڪئي، جو ڪنهن به علائقي ۾ بغاوت نه ٿي ۽ جڏهن سنگھار جوان ٿيو ته ان کي تخت تي ويهاريو ويو. هن جي گاديءَ تي ويهڻ شرط ڪن ماڻهن سرڪشي ڪئي ته تارا ٻائيءَ انهن جي سازشن کي ختم ڪرائڻ لاءِ متن پاڻ ڪاهه ڪئي. ڪن راوين جي چوڻ موجب اُهي سرڪش ماڻهو ڪڇ جا هئا، نانڪني (ناڪني) جيڪا ڪڇ ۾ هئي، اُتي جي ماڻهن کي مٿس ويساهه نه هو. تنهنڪري سنگھار فوج وٺي نانڪني تي ڪاهي ويو ۽ اُتي جي سومرن باغين کي ماري مات ڪري بغاوت جو ٻج ختم ڪيائين. اهڙيءَ طرح هالڪنڊي (هالا) کان ڪڇ تائين سنڌس ڪامياب راڄ رهيو. سنگھار 15 ورهيه حڪومت ڪئي ۽ 500هه/ 1106ع ۾ وفات ڪئي. سنگھار جي وفات ڪانپوءِ سنڌس زال ’همون ٻائي‘ ڪجهه وقت پائرن کي ٺري ۽ محمد طور تي حاڪم ڪري رکيو. پر پوءِ سومرن اها زال ذات جي حڪومت قبول نه ڪئي. همون ٻائي ڪجهه وقت ’ديري‘ ۾ گادي ڪئي هئي. هن جي حڪومت ۾ اُتر ۽ ڏکڻ سنڌ شامل هئي.

**سنگھار سومرا**: هي سومرن جو هڪ قبيلو آهي، جن جو ڳوٺ ٺي ’سنگھار سومرا‘ سڏجي ٿو جيڪو ڪرناٽين ۽ نصرپور جي وچ تي ديهه سومرا ۾ آهي. سنگھار سومرا انهيءَ ڪري ٿا سڏجن، جو اهي امير سنگھار سومري جو اولاد آهن. جن جو ذڪر ڪتاب ’تاريخ معصوميءَ‘ ۾ به ٿيل آهي. ٽنڊي الهيار کان اوير ڏکڻ تي ’پاڪ سنگھار‘ جو قبو به ٺهيل آهي. ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا ۾ مصنف خير محمد ٻرڙو هن ذات جي باري ۾ لکي ٿو ته سنگھار، ملاح ۽ مهاڻا آهن ۽ اُهي ٺٽي ضلعي جي ڪاري واري حصي ۾ رهن ٿا.

**سنگھار علي گٽسار** (ڍولڪ نواز): سنگھار علي ولد نذر محمد عرف ميجر خان جو جنم 1986ع ۾ ڳوٺ مهر علي خان مانڌل ضلعي عمرڪوٽ ۾ ٿيو موسيقيءَ سان چاهه ڪيس ورثي ۾ مليو. ننڍپڻ کان



ئي گھر ۾ ڍولڪ جي وڄت ۽ رياض ٻڌندو رهيو. جنهنڪري ڍولڪ سان سندس عشق ٿي ويو اهو ئي سبب آهي، جو ننڍي وهيءَ ۾ ڍولڪ وڄائڻ ۾ ماهر ٿي ويو. سنگھار عليءَ کي شروعاتي تربيت پنهنجي والد صاحب ميجر خان ڏني، جڏهن ته سندس روحاني استاد مرحوم استاد سومار خان (والهيرو) رهيو. سنگھار علي ننڍڙيءَ عمر ۾ پهريون دنگل خانصاحب خير محمد خان جي ورسيءَ تي ڪيو. ان تقريب ۾ سنڌ توڙي پنجاب جا راڳي موجود هئا، جن ڪيس تمام گھڻو داد ڏنو. ان وقت

سنگھار عليءَ جي عمر ڏهه سال هئي. ٻيو دنگل استاد علي نواز خان جي تاجپوشيءَ واري محفل ۾ وڄايائين ۽ ٽيون دنگل قلندر لال شهباز جي عرس جي موقعي تي فقير رحمان علي سائينءَ جي ڪافيءَ ۾ وڄايائين، جتي پنجاب جا وڏا راڳي: ڪالي خان (طبلي نواز)، تنوير علي ۽ ٻيا موجود هئا. هن دنگل ۾ به سنگھار علي تمام گهڻو داد حاصل ڪيو. سنگھار علي استاد امير علي، امبر مهڪ، شفيع فقير، حيدر علي خان ۽ ڪلاسيڪل راڳي گلزار علي خان ڪانسواءِ ٻين ڪيترن لوڪ ۽ ڪلاسيڪل راڳين سان ساڻ سنگت ڪري تمام وڏي مڃتا حاصل ڪري چڪو آهي.

**سنگھاري** (ديهه): تعلقي ۽ ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

اوڳاهي، اسلام ٽڳڙ، دڙئي مهر، سلطان بخش مزاري ۽ عبدالرشيد آرائين.

**سنگھاڙ**: هي هڪڙي وڻ جو ڦر آهي. مٿان ڪاري يا سائي کل تي بيدولا ٽڪر ٿين، جن تي سنگ وانگر به چار ڪندا نڪتل ڏسبا آهن. چلڻ تي اندران اڇو ڳپ نڪرندو آهي. ذائقي ۾ ڦڪو ۽ تمام ٿورڙي مٺاس وارو ٿئي. حڪيمن موجب هي صفراوي تپ، خشڪ ۽ گرم ڪنگهه، پيشاب جي ساڙي، دل جي گرمي ۽ سوزش، وات جي خشڪي ۽ اڃ کي گهٽ ڪرڻ لاءِ مفيد آهي.

**سنگھاڙو** (Trapasiprosa Roub/ Water chestnut): سنگھاڙو هڪ قسم جو ميوو آهي، جنهن کي اردوءَ ۾ 'سنگارا'، انگريزيءَ ۾ Water-chestnut ۽ لاطينيءَ ۾ Trapa Bispinosa چئبو آهي. هن ميوي جي کل مٿان ڪاري ٿيندي آهي، جڏهن ته اندران اڇي رنگ جي ٿيندي آهي. هندستان ۽ پاڪستان ۾ سنگھاڙو ڍنڍن ۽ وڏن تلائن ۾ پوکيو وڃي ٿو. هي ٻوٽو ڪشمير ۾ سمنڊ جي سطح کان 5000 فوٽن جي اوچائيءَ تي به اُپري ٿو. هن جو ميوو سُڪائي، پيهين، اٽو ڪري، سُڪائي، ان مان مندرن ۾ استعمال ٿيندڙ گُلال ٺاهبو آهي، جنهن سان هوليءَ دوران ڪپڙن کي رڱبو آهي. طبيب هن کي رت ۾ جوش جي گهٽتائيءَ لاءِ استعمال ڪندا آهن. هن ميوي ۾ ڪاربوهائيڊريٽ 23.3 سيڪڙو، پروٽين 4.7 سيڪڙو، سٽپ 0.3 سيڪڙو ٿيندو آهي. ان ڪانسواءِ ڪئلشيم، پوٽاشيم، فاسفورس جهڙا ڪيميائي جزا شامل هوندا آهن.



**سنگهڙ** (ديهه): تعلقي روهڙيءَ ضلعي سکر جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ ڪو به ڳوٺ شامل نه آهي.

**سنگھيرو** (ديهه): تعلقي ميرپور ماٿيلي ۽ ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ احمد خان لغاري ۽ عظيم ملڪ نالي ڳوٺ شامل آهن.

**سننيو** (ديهه): تعلقي ۽ ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جان محمد قريشي، يار محمد چاچڙ، وزير ۽ محمد شريف قريشي.

**سنهاري** (ديهه): تعلقي ڪنڊڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

غلام مصطفيٰ بگٽي، نيو سعيد خان، مير بهار خان، بگو بگٽي، شنبو جڪراڻي، بخش علي بگٽي، بهادر بگٽي، نظر محمد هوٽڪاڻي ۽ جعفر آباد رند.

**سنهاري ڍنڍ**: هيءَ خيرپور ناٿن شاهه تعلقي، ضلعي دادوءَ جي مشهور ڍنڍ آهي، جيڪا گوزي شهر جي اتر ۾ آهي. هيءَ ڍنڍ خيرپور ناٿن شاهه جي اهم ۽ وڏي ڍنڍ آهي. ڪنهن دؤر ۾ هن ڍنڍ ۾ هُڙها، ڊونڊيون ۽ ٻتيلا موجود هوندا هئا، جيڪي مڇي مارڻ لاءِ ڪم ايندا هئا. هن ڍنڍ ۾ ملاح گهڻو وقت اڳ ٻيڙين تي رهندا هئا. هن ڍنڍ مٿان چِتي جي مياڻي آهي، جتي جي مياڻي پراڻو ڳوٺ آهي، پر سنهاري ڍنڍ اُن کان قديم آهي. سنهاري ڍنڍ ۾ ٻيلي پَتڻ کان درياهه جي چاڙهه اچي پوندي هئي. هيءَ ڍنڍ ماضيءَ ۾ ڪُشادي هئي. ميربحر مڇيءَ جي ٻهري ٻيڙين تي ڪندا هئا ۽ گهڻو وقت ڍنڍ ۾ ٻيڙين تي گهرٺاهي رهندا هئا. هتان مڇي ڪڪڙ شهر جي مارڪيٽ ۾ ايندي هئي. سنهاري ڍنڍ واري درياهه جي چاڙهه موجوده چندڻ جي اولهه ۾ هوندي هئي.

**سَنهاڙي** (ٻوٽو): هي ٻوٽو سنڌ ۾ ٿئي ٿو. هي ٻوٽو ساٿوڙي جي ٻوٽي سان مشابهت رکي ٿو. هن کي ول ۽ تَسر ٿئي، جنهن جون تندون سنهيون ۽ ڊگهيون، پن ننڍڙا ۽ گول ٿين ٿا. هي ٻوٽو ميداني ۽ ڏاڍي زمين ۾ ٿيندو آهي ۽ چوپائي مال جي ڪاڌ آهي.

**سنهالي** (Sinhali): هي ٻدي حرفي نموني جي لپي آهي، جيڪا اصل ۾ برهمي لپيءَ مان نڪتل آهي ۽ سريلنڪا ۾ لکي وڃي ٿي. هن لکت جا ڪجهه اوصاف ڪُدمبا لپيءَ سان به ملن ٿا، جيڪا به اصل دراوڙي لکت آهي. سنهالي ٻولي پهرين سنسڪرت، سنهالي ۽ پالي سنهالي خط ۾ لکي ويندي هئي. سيلون لاءِ ماضيءَ ۾ 'سرانديپ' لفظ به مروج هو، جنهن کي هاڻي سريلنڪا چيو وڃي ٿو. سنهالي اتان جا مقامي ماڻهو آهن، جن جو هڪ ڀاڱي ٽي حصو تامل ٻولي ڳالهائي ٿو. ڪي عالم سنهاليءَ کي دراوڙي ٻولي سمجهن ٿا، پر ڪي اُن کي هند- آريائي ٻولي سڏين ٿا. اصل ۾ هيءَ دراوڙي ٻوليءَ جي نڪ مان ڇنئي وڃي ٿي، جنهن ۾ تامل ٻوليءَ جا ڪوڙ لفظ اڌارا ورتل آهن. سيلون جو وجود آرين جي پهرين لڏپلاڻ 500 ق. م ۾ ٿي هئي. اصل ۾ هي اوڏ لوڪ (اوڙيسائي) هئا، جيڪي اوپر هندستان مان لڏي ويا هئا. اصلوڪن ماڻهن ۽ اوڏن جو هي مليل جليل نسل آهي. ٽين صدي عيسويءَ ۾ ٻڌ ڌرم جو گهڻو اثر پيو ٻڌ جون تعليمات اتي پهتيون، جيڪي گهڻو ڪري پالي لکت ۾

سنسڪرت جهڙيون، جن جو ماڻهن جي تاريخ، ثقافت ۽ ٻوليءَ تي گهرو اثر پيو. پالي ٻوليءَ جون برهمي لپيءَ ۾ لکتون سيلون ۾ ٽين صدي عيسويءَ ڌاري جون مليون ٿيون. ٻڌ ڌرم جي آمد کان اڳ جي ڪا به لکت پڪي ثبوت سان نہ ملي آهي.

යේ ධම්මා හේතුප්පභවා තේසං හේතුං තථාගතෝ ආහ තේසඤ්ච යෝ නිරෝධෝ ඒවං වාදී මහාසමණෝ

سنهالي لکت کي ٽن دورن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: (1) پروٽو سنهالي دور: چوٿين پنجن صدي عيسوي کان اٺين صديءَ تائين، (2) وچيون سنهالي دور: نائين ۽ ڏهين عيسويءَ جي لکتن جو دور، (3) جديد سنهالي دؤر: تيرهين صديءَ کان حال تائين. هن دؤر ۾ سنهالي گرامر (Sidat-Sangarava) لکيو ويو، جيڪو پاڙيٽيءَ جي سنسڪرت جي گرامر سان ملندو آهي. 19 صديءَ جي شروعاتي لکتن ۾ ڪافي ترقي ۽ تبديلي نظر اچي ٿي.

سنهالي لکت ۾ ڪل 54 حرف (Letters) آهن، جن ۾ 18 سُر (Vowel) آهن، جڏهن تہ 30 وينجن (Consonant) آهن، پر پراڻي سنهاليءَ ۾ صرف 33 حرف هئا، جن مان 12 سُر ۽ 21 وينجن هئا. پراڻي سنهالي، ديوناگريءَ ۾ لکبي هئي، جنهنڪري ان ۾ ديوناگريءَ جا 21 حرف شامل ڪيا ويا، اهو طريقو بعد ۾ ترڪ ڪري سنهاليءَ جي الڳ لپي جوڙي وئي، جنهن جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

**سنهرو** (ديهہ): تعلقي روهڙي ۽ ضلعي سکر جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ ڪو بہ ڳوٺ شامل نہ آهي.

**سنهري** (ديهہ): تعلقي ڪنڌڪوٽ ضلعي ڪنڌڪوٽ - ڪشمور جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

غلام مصطفيٰ بگٽي، نيو سعيد خان، مير بهادر خان، بگو بگٽي، سنبو جکراڻي، بخش علي بگٽي، بهادر بگٽي، نظر محمد هوتڪاڻي ۽ جعفرآباد رند.

**سنهري** (ديهہ): تعلقي روهڙي ۽ ضلعي سکر جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

امام بخش مهر، نور آباد مهر ۽ قادر بخش مگريو

**سنهري** (ديهہ): تعلقي گنبٽ ۽ ضلعي خيرپورميرس جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ ڪو بہ ڳوٺ شامل نہ آهي.

**سنهري ڍنڍ**: هيءَ ڍنڍ سيتا شهر جي اوڀر ۾ آهي، هيءَ درياهہ جي نئن ڇڏيل ڍنڍ آهي، جيڪا ڪافي پراڻي آهي. اڃا بہ اونهاري ۾ هن ڍنڍ ۾ درياهہ جو پاڻي ايندو آهي، هيءَ ڍنڍ ٺيڪي تي بہ ڪڄندي آهي، سياري ۾ هيءَ ڍنڍ ٻٽ ٿي ويندي آهي. پاڻي ڇڄڻ وقت مڇي جهلائڻ لاءِ ڍنڍ جي منهن کي رڇ هڻي جهلائيندا آهن.

**سنهري ڍنڍ**_2 : هيءَ ڍنڍ بہ پهرين ذڪر ڪيل ڍنڍ جو حصو آهي، ٺيڪي ۾ جدا جدا ڪڄنديون آهن، هي ننڍيون ڍنڍيون آهن، ڪناري تي ڪيترائي ٻاڳين جا پاڻ آهن، هي ڪچي جون ڍنڍيون آهن، سياري ۾ درياهہ کان ايندڙ پاڻيءَ جا منهن پڪا ڪري پوءِ ملاح ڀهري ڪرائيندا آهن، يعني ڍنڍ جا منهن پڪا پوءِ مڇي ماريندا آهن. متان ڪچا منهن لڳل مڇي رڇ ڦاڙي درياهہ ڏي نڪري وڃي. سنهريءَ ڍنڍ-1 ۽ سنهري ڍنڍ-2 ديهہ پني، ٽپي پاٽ، تعلقي دادوءَ ۾ واقع آهن.

**سنهري ريتي** (ديهہ): تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چنا ماڇي، سونهري، ٻڍو واهڻ، احمد ميتلو ۽ يار محمد بروهي.

**سنهڙو** (ديهہ): هي ديهہ ٽپي لانڌي تعلقي ڪراچي يونين ڪائونسل لانڌي ۾ آهي. هي زرعي علائقو آهي، ملير ۽ سکڻ نئين جي ڪناري تي آهي. حاجي شيدي ڳوٺ ۽ ڄام ڪندو هن ديهہ ۾ شامل آهن. سکڻ نئين جو ڪاٻو پاسو، لاشاري ڳوٺ کان وٺي موسيٰ جوکيي ڳوٺ تائين وارو علائقو هن ديهہ ۾ اچي ٿو. سنهي ليڪ وانگر هئڻ ڪري هن ديهہ تي 'سنهڙو' نالو رکيو ويو.

- ميرپورخاص، سانگهڙ ۽ گهوٽڪي تعلقن ۾ بہ هن نالي سان ديهون موجود آهن.

**سنهڙي** (ديهہ): هي تعلقي ۽ ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الاهي بخش جتوئي، دستين جا گهر، علي گوهر جتوئي، محمد بخش، علي محمد، رحيم بخش، گل محمد ۽ فريداڻي.

**سنهڙو سائين**: بزرگ ميان ابو بڪر، عرف 'سنهڙو سائين' ميان عبدالمجيد انڊڙ جو فرزند هو، جنهن جي درگاهہ ۽ مدرسو ڳوٺ ميان صاحب تعلقي پني عاقل ۾ مشهور هو، جيڪو ڪافي سال اڳ درياهہ پائي ويو. ميان ابوبڪر باڪمال عالم، زهد ۽ تقويٰ جو صاحب هو. گهوٽڪيءَ جي مدرسي مان مولانا قمرالدين بکراڻي انڊڙ کان ديني تعليم حاصل ڪيائين. پنهنجي ناني ميان محڪم الدين جي هٿ تي بيعت ڪري سهروردي سلسلي ۾ داخل ٿيو. زندگيءَ جو ڪجھ حصو روزي جي حالت ۾ گذاريائين. چون ٿا تہ سال جا پنج ڏينهن ڇڏي، جن ۾ روزي رکڻ جي شرعي منع ٿيل آهي، باقي سمورا ڏينهن روزا رکندو هو جنهنڪري بدن ڪمزور هئڻ ڪري کيس 'سنهڙو سائين' سڏيندا هئا. سادگي ۽ عبادت ۾ زندگي گذاريائين. نذراني ۾ ملندڙ هر شيءِ غريبن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو. ميان فتح الدين ۽ يونگ شريف جو انڊڙ سردار غازي محمد خان سندس خاص خليفا ٿي رهيا. ميان صاحب 70 سالن جي ڄمار ۾ 23 اپريل 1953ع تي وفات ڪئي، سندس مزار رستم لڳ درگاهہ قبو حاجي، ضلعي شڪارپور ۾ آهي.

**سنياري**: هي آبي گاهه جو قسم آهي. سنياري گاهه اڪثر ڪري سيني ڍنڍن ۾ ٿيندو آهي. مڇي هن گاهه کي کائيندي آهي. هي گاهه پاڻيءَ ۾ وڌندو ويجهندو آهي ۽ گهاٽو ڇمندو آهي. سنياريءَ کي 'سينوري' به چوندا آهن. هن کي سانگهڙ ۽ ٿرجي ڍنڍن ۾ 'سينهوڙي' سڏيندا آهن. پاڳيا سنياري گاهه پاڻيءَ مان پٽي مال لاءِ ڪٽي ويندا آهن. مال به هيءُ گاهه شوق سان کائيندو آهي.

**سنياسي**: هي اصطلاح سنسڪرت جي لفظ 'سنياس' مان ورتل آهي، جيڪي زندگيءَ جي آخري حصي ۾ پنهنجون خواهشون ماري، دنيا تياڳيندا آهن. اي. ڊي ميڪليگن جي لکڻ موجب: جڏهن ڪو ماڻهو سنياس وٺندو آهي ته پنهنجن مائٽن سان مشورو ڪندو آهي. پنهنجي جائيداد وارثن ڏي منتقل ڪندو آهي. ڪجهه وقت ڳوٺ جي مندرن ۾ عبادت ڪندو آهي. سنياسي عام نموني ۾ شِوَ جي عبادت ڪري شڪتي وٺندو آهي. ڊينزل ابٽسن ڪتاب Castes of Punjab ۾ لکي ٿو ته: سنياسي بيراڳين وانگر وشنوءَ جا پوئلڳ آهن. پنجاب ۾ سنياسين کي شنڪر آچاريه جي پوئلڳن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. سنياسي پاڻ سان ٺڪر جو پيالو پاڻي پيئڻ لاءِ، وٽن جون پاڙون ڪاڏي لاءِ ڪهرو لباس پائڻ لاءِ ڪٽندا آهن. ايس. ايم چنا جي لکڻ موجب سنياسين جا ڪيترا فرقا آهن، جن ۾ آڌوتي، نانگا، اليڪايا، ڏنگالي، اگهوري، اردابا هو، اڪشا موڪي، نڪي، سهرا ديش واري، ارڏا موڪي، پنچا ڌوني، تياگ سنياسي، مئونا براتي، جل شاهي، جلدارش پوسي، ڪرالنگني، قلهاري ۽ دوڌا ڌرني مشهور آهن. انهن فرقن ۾ ڪو خاص وڏو فرق ڪونهي. سنياسي پنهنجي جيئري ئي پنهنجي مرتئي جون رسمون پنهنجن هٿن سان پوريون ڪندا آهن. سنياسي به جوڳين وانگر مڙدي کي 'وينڙ' پوريندا آهن. جڏهن ڪو سنياسي مري ويندو آهي ته ڪيس ڪلهن وٽ ڪاٺيون ڏئي کي ويهاريندا آهن. قبر ۾ مڙدي جو مُنهن اوپريا اتر ڏي ڪندا آهن. سنياسين کي جين ڌرم جي فرقن ۾ شامل سمجهيو ويو آهي، جهڙوڪ: جوڳي، مهيسي، ڪن ڪٽ، ڪاپٽ، ڪاپڙي، سنياسي وغيره.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي به سنياسين ۽ جوڳين سان ڪافي وقت گذاريو هو. هنگلاج ڏانهن سنياسين سان گڏجي سفر ڪيو هو. سندن ريتن رسمن ۽ زندگيءَ جا اولڙا شاهه جي شاعريءَ ۾ موجود آهن.

شاهه صاحب، سُر رامڪليءَ ۾ سنياسين جو ذڪر هن ريت ڪري ٿو:

اڄ پڻ اوطاقن ۾ سندي جوڳين ذات،
ساري سنياسين کي، رنم ساري رات،
مون تنين جي تات، سي لاهوتي لڏي ويا.

**سنياسي ادبي سنگت، هالا**: هن سماجي، علمي ۽ ادبي تنظيم جو بنياد منصور ويراڳيءَ 1958ع ۾ هالا ۾ رکيو. جنهن جي مقصدن ۾ سنڌي ادب، ثقافت ۽ سماج جي حوالي سان قوم ۾ اصلاحي ۽ انقلابي جذبو جاڳائڻ، علمي، ادبي ۽ قومي شخصيتن جا ڏهاڙا ملهائڻ، تاريخي ۽ يادگار واقعن جي سلسلي ۾ تقريبون منعقد ڪرائڻ ۽ نئين نسل کي اخلاقي ۽ ادبي تربيت ڏيڻ وغيره شامل هئا. سنياسي ادبي سنگت پنهنجي مقصدن کي پورو ڪرڻ لاءِ چار شعبا، اپياس گهر، دارالاشاعت، سنڌي ثقافت ۽ سماجي خدمت جي نالي سان قائم ڪيا. اهڙيءَ طرح سنگت پاران هفتيوار مشاعرا ۽ علمي، ادبي مباحثن ۽ تقريرن جا پروگرام به منعقد ڪيا ويندا هئا. اپياس گهر ۾ هڪ ننڍڙي لائبرري ۽ ريڊنگ روم قائم ڪيو ويو. جڏهن ته دارالاشاعت شعبي ڪيترائي ڪتاب شايع ڪرايا. اهڙيءَ طرح هن تنظيم ڪيترائي تاريخي ڪم ڪيا آهن. عربڪ ايجوڪيشنل سوسائٽي قائم ڪئي وئي ۽ 1965ع واري جنگ دوران بليڪ آئوٽ جي راتين ۾ شهري دفاع لاءِ پهرا ڏيڻ ۽ قومي نغمن کي فروغ ڏيڻ جا ڪم هن سنگت سرانجام ڏنا. تنظيم جي قائم ڪيل لائبرري ۽ ريڊنگ روم اڄ تائين قائم آهن. جنهن ۾ وڏي تعداد ۾ ڪتاب موجود آهن. هن علمي ۽ ادبي ڪم ۾ منصور ويراڳيءَ سان عبدالله مسافر هالائي، علي محمد ناز ڪاشيگر، عبدالرحيم ارشد، عبدالله بيوس هالائي ۽ عبدالقادر منور هالائي شامل هئا. هيءَ تنظيم 1971ع تائين ڪم ڪندي رهي، ان بعد هن تنظيم کي انٽرنيشنل اڪيڊمي هالا جو درجو ڏنو ويو.

**سنيلوٽي** (ديهه) : تعلقي اوباوڙي ۽ ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

صادق شر، سمندر شر، حاجي شر، شهبازي شر، چوهڙ شر ۽ پنيو شر.

**سڻ** (ريگستاني ٻوٽو) : سڻ جو ٻوٽو ٿر ۾ عام جام ٿئي ٿو. هي ٻوٽو اڪثر هيٺاهين زمين ۽ ڏهرن جي سخت زمين تي ٿيندو آهي. هن ٻوٽي کي مضبوط ٽُڙ ۽ گهاٽيون جهڳٽي دار شاخون هونديون آهن. هي اهڙو ٻوٽو آهي، جنهن جون پاڙون هيٺ تائين اونهيون هونديون آهن، جنهنڪري هي ٻوٽو سدائين سائو رهندو آهي. سڻ، اٺ ۽ ٻڪريون



کائينديون آهن. سڻ وڏي سڪائڻ ڪانپوءِ چونرن، لانين ۽ چنن جي ڇتين اڏڻ لاءِ ڪتب آندو ويندو آهي. سڻن مان نوڙيون پڻ وٽيون وينديون آهن، ڪٿي وري سڻ جي شاخن کي وٽي، انهن مان ڇڪا به ناهيا وڃن ٿا، جيڪي ڪير، مکڻ، اٽو، ماني يا ٻيون شيون رکڻ لاءِ ڪم ايندا آهن. ٻلين، ماڪوڙين ۽ جيت جڻي کان بچائڻ لاءِ پڻ ڪاڏي پيتي جون شيون انهن ڇڪن ۾ رکبيون آهن. سڻ جي شاخن کي وٽي، مٽن، دلن ۽ ڪنن

رکڻ لاءِ سُوٽيا بہ ٺاهيا ويندا آهن، جن ۾ اهي ڦٻي بيهندا آهن. جهنگ ۾ بيٺل سڻ سڪي ڪارو ٿي ويندو آهي، جنهن کي ڏور ڏکوڪين ڪائي، پر ڏڪار جي وقت ۾ مال ڪارو ٿي ويل سڻ بہ کايو وڃي، جنهنڪري انهن مان ڪجھ جانور، خاص ڪري ڍڳيون ڪڏهن ڪڏهن مريو بہ وڃن. اهڙي مئل ڍڳي لاءِ چيو ويندو آهي تہ هن کي سڻ لڳا آهن. سڻ جا ٻوٽا ڪوهستان ۾ بہ ٿيندا آهن.

**سنيھا سرير ۾** (ڪتاب): خطن تي مشتمل هن ڪتاب جو ليکڪ محمد ملوڪ اثر آهي، مصنف مختلف شخصيتن پاران لکيل خطن کي سهيڙي ڪتابي صورت ۾ آندو آهي. ڪتاب جو مهاڳ ناميارِي ڊرامہ نگار عبدالقادر جوڻيجي لکيو آهي. ان ڪانسواءِ ڪتاب ۾ معشوق ڏاريجي ۽ عبدالتواب شيخ جا ويچار بہ ڏنل آهن. ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي ليکڪ جو تعارف ڏنو ويو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2007ع ۾ مسيحا پبليڪيشن سڪرنڊ پاران ڇاپيو ويو. پڪي جُلد سان ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ ڪُل 246 صفحا آهن ۽ قيمت 160 رپيا آهي.



**سٿپ** (Fats): جاندارن جي خوراڪ جي بنيادي جزن ۾ سٿپ بہ هڪ اهم جزو آهي، جيڪو جاندارن جي واڌويجهہ ۽ توانائي حاصل ڪرڻ لاءِ اهم هوندو آهي. سٿپ ۽ ان مان ملندڙ ٻيا سٿپ نندن ننڍن ڪيميائي جزن، مثال طور: فيٽي ايسڊ ۽ گليسرال مان ٺهيل هوندا آهن. سٿپ عام گرميءَ جي درجي ۾ سخت ٿئي ٿو جڏهن تہ تيل عام گرميءَ واري درجي ۾ پاڻيٺ واري حالت ۾ هوندو آهي. جيئن نباتاتي تيلن ۾ مڪئيءَ جو تيل، ڪپهہ جي ٻجن جو تيل، ناريل جو تيل، سويابين جو تيل ۽ سرنهن جو تيل شامل آهن. ڪپهہ جي ٻجن کي نباتاتي گيهہ لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو. اسان جي روزاني خوراڪ ۾ سٿپ گهڻوڪري جانورن جي چربي ۽ مکڻ وغيره مان حاصل ٿئي ٿو. اسان جي جسم ۾ ضرورت کان وڌيڪ خوراڪ چربيءَ جي صورت ۾ جمع ٿيندي رهي ٿي، جيڪا وري جسم ۾ ڪنهن جي گهٽتائيءَ دوران گهٽي بک لڳڻ وقت ٽٽي يا پچي توانائيءَ ۾ تبديل ٿئي ٿي، پر ڊاڪٽرن موجب گهٽي سٿپ کائڻ کان بہ پرهيز ڪرڻ گهرجي، ڇو تہ ان ۾ ڪولسٽرال ٿئي ٿو ۽ ان سان رت جي ڊوري ۾ مسئلو پيدا ٿئي ٿو. اڪثر ڪوليسٽرال دل جي بيمارين ۽ پتي ۾ پٿريءَ جو سبب بہ بڻجي ٿو ۽ ڪولسٽرال جانورن جي چربيءَ ۾ موجود هوندي آهي. سٿپ توانائي حاصل ڪرڻ جو ٻيو اهم ذريعو آهي. هڪ گرام سٿپ تقريباً 9000 ڪيلريون توانائي پيدا ڪري ٿو.

اسان جي روزمرهہ جي شين جي استعمال ۾ توانائيءَ جو مقدار هن ريت ٿئي ٿو: چانور 0.7 ڪيلريون، اٽا 1.3 ڪيلريون، مکڻ 81.0 ڪيلريون، ماءُ جو کير 3.8 ڪيلريون، ڳئون جو کير 3.5 ڪيلريون، ننڍو گوشت 12.5 ڪيلريون، مڇي 10 ڪيلريون، وڏو گوشت 9 ڪيلريون، ڪدو 0.2 ڪيلريون، نارنگيون 0.2 ڪيلريون، صوف 0.4 ڪيلريون.

سٿپ جو متوازن استعمال، جاندارن جي صحت ۾ بهتري آڻي ٿو پر گهڻو سٿپ جاندارن جي صحت لاءِ هاڃيڪار بہ ثابت ٿئي ٿو.

**سُٽي** (Cirrhinus Reba): سُٽي مڇيءَ کي ’سهٽي‘ بہ چوندا آهن. هن جا ڇلر سفيد رنگ جا ٿيندا آهن. سٽيءَ جي هڪ جنس ’گڏهڙو‘ بہ ٿيندي آهي. هيءَ ننڍي مڇي آهي. ڏندن ۾ وڏ ۾ وڏ پاءُ ڏيڍ جي ملندي آهي. سٽي آبي گاهہ کائي، پر ننڍي ديو مڇي سندس مرغوب غذا آهي. سٽي، پوپريءَ تانگهي پاڻيءَ ۾ لڳ ڪندي آهي. هن ننڍڙي مڇيءَ کي پيٽ ٽيڻ جي قوتي ٿيندي آهي. وڏين مڇيءَ جي هيءَ مرغوب غذا آهن. سٽيءَ کي شڪاري ڪلوئڙن ۾ وجهي استعمال ڪندا آهن. هن جا ڇلر ايترا سنها ٿيندا آهن، جو لڳندو آهي تہ لئي مڇي آهي پر هي ڇيلري مڇي هوندي آهي.

هي مڇي موري مڇيءَ سان ملندڙ جلندڙ نموني جي آهي. مگر رنگ ۽ قدبت ۾ ڪافي فرق رکي ٿي. هن جو مٿو ننڍو ۽ جسم جي ڪل ڊيگهہ جو 15 کان 18 سيڪڙو ٿيندو آهي. اکيون منڍيءَ جي ٻنهي طرفن ۾ وچ تي، وات هيٺ پيٽ واري پاسي کلندو اٿس. هن جا چپ سنها ٿين، وات وٽ بہ ڪنڊر ننڍڙيون مڇون هونديون اٿس. هن جي جسم جي گهرائي منڍيءَ جي گهرائيءَ کان ڪي قدر گهٽي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. منڍي ۽ پڇ ڇڏي باقي جسم ماپبو تہ سڄي جسم جو 30 سيڪڙو بيهندو. ڪرنگهي وارو پنکڙو يا کنڀڙو موري وانگر، پر ان کان ٿورو ننڍو هوندو اٿس. ٻيا کنڀڙا بہ ننڍا اٿس. پڇ بہ شاخ پر منڍيءَ جي ماپ کان ڪي قدر وڏو ٿيندو اٿس. هن جي ڪرنگهي واري لڪير وٽ ڇلرن جو



تعداد 35 کان 38 ٿيندو آهي. پڇ ۾ ڪنڊن جو تعداد 11 يا 12 هوندو آهي. هن جو رنگ چلڪٽو ڇلرن جو رنگ گهاٽو نيرو ٿيندو آهي، جنهن ڪري منڍيءَ کان وٺي پڇ تائين ڊگهيون خوبصورت ليڪون ڏسڻ ۾ اينديون اٿس. هن جي ڪرنگهي واري پنکڙي ۽ پڇ جو رنگ گهڻو ڪري سليٽي باقي ٻيا کنڀڙا سفيد هوندا آهن.

هي آبي هوڻن تي گذران ڪرڻ واري مڇي آهي، پر ننڍا جيت جڻيا بہ کايو وڃي. هن ۾ ڪنڊو گهڻو ٿئي ٿو جنهنڪري کائڻ ۾ گهٽ اچي ٿو هن جي وڏ ۾ وڏ ڊيگهہ 60 سينٽي ميٽر ٿئي ٿي. برسات جي موسم بي شمار آنا لاهيندي آهي.

**سڻي:** سڻي هڪ نباتاتي ڌاڳو آهي، جنهن کي اردوءَ ۾ 'پٽ سن'، انگريزي ۾ 'Jute' ۽ لاطينيءَ ۾ Corchorus Capsularis چيو ويندو آهي. سڻيءَ جي ٻوٽي مان ريشو حاصل ٿئي ٿو. جنهن کي پَٽ چئجي ٿو



۽ ٻوٽي کي 'پَٽ سڻي' بہ چيو وڃي ٿو. هن ۾ سيلولوز ۽ لگنن ٿيندا آهن، جنهنڪري سڻيءَ جي ڌاڳي سُٽ کان مضبوط ٿيندو آهي. سڻي ٻوٽي جي ڪل ۽ ٽڙ مان نهي ٿي. سڻيءَ جا ٻوٽا وڏي، انهن جي ٽڙ کي پاڻيءَ ۾ وجهبو آهي، انهن ٻوٽن کي ڪٽي، سڻيءَ جا ڌاڳا جدا ڪبا آهن. هڪ ڌاڳو، هڪ کان چار ميٽر ڊگهو ٿئي ٿو. هي ٻوٽو مٽي زمين (جنهن ۾ هر وقت پاڻي بيٺو هجي) ۾ اُپري ٿو. هن لاءِ ساوڻ جي برسات ضروري آهي، جيڪا هر هفتي 5-8 سينٽي ميٽر هجڻ کپي. گرميءَ جو پد 40-20 سينٽي گريڊ هجڻ کپي. گهم جو هجڻ ضروري آهي، جا گهٽ ۾ گهٽ 80-70 سيڪڙو هجي. بنگلاديش ۽ ڏکڻ هندستان هن جي پيداوار جا وطن آهي. آئين اڪبريءَ (1590ع) ۾ ابوالفضل لکيو آهي تہ "هندستان جا غريب ماڻهو سڻيءَ مان نهندڙ ڪپڙا پائين ٿا. ان ڪري ڪيترن ڳوٺن ۾ سڻي اُٽڻ جا آڏاڻا نظر اچن ٿا." سڻيءَ مان رسا، ٻوريون، شاميانا ۽ تلها ڪپڙا ٺهن ٿا. 20 صدي عيسويءَ جي شروعات ۾ بنگال جي سڻي، برطانيا موڪلي ويندي هئي، جتي سڻيءَ جا ڪارخانا قائم ڪيا ويا. اُتي سڻيءَ ۾ وهيل مڇيءَ جو تيل بہ لڳايو ويندو هو 1950ع تائين بنگال (هاڻوڪو بنگلاديش) ۾ ڪافي ڪارخانا لڳي چُڪا هئا. سڻيءَ کي 'سونهري ڌاڳو' بہ چيو وڃي ٿو پاڪستان جو متاسنا جو ناٽو سڻيءَ مان ايندو هو پر بنگلاديش ٺهڻ کان پوءِ پاڪستان ان کان محروم رهجي ويو. 1980ع ۾ سڻي جون قيمتون ڪري پيون، ان ڪري ڪيترا ڪارخانا بند ٿي ويا. بعد ۾ سڻيءَ جو متبادل نائيلون بنجي ويو پاڪستان ۾ قائم 'آدمجي جوٽ مِل' بند ٿي وئي. وري سال 2004ع ۾ سڻيءَ جون قيمتون 500 سيڪڙو وڌي ويون ۽ بنگلاديش کي ان مان گهڻو فائدو رسيو. سڻيءَ جي خريدارن ۾ پاڪستان، برطانيا، اسپين، آئوري ڪوسٽ، جرمني ۽ برازيل اچي وڃن ٿا. 2008ع ۾ هندستان سڻيءَ جو وڏي ۾ وڏو پيداواري ملڪ ثابت ٿيو ان کان پوءِ بنگلاديش، چين، نيپال ۽ ٿائيلينڊ اچن ٿا.

**سڻيءَ جي پوک:** سڻيءَ جو فصل هڪ سونهري تند وارو سرسبز فصل آهي، جنهن جي پوکڻ سان زمينون زرخيز ٿين ٿيون. هن فصل جي پوک کي جيت جڻيا ۽ بيماريون تمام گهٽ لڳن ۽ اوچتن قدرتي آفتن جو بہ هن فصل تي ڪو اثر نہ پوندو آهي. سڻيءَ جو فصل ڪلراٺي ۽ وارياسي زمين يا هر قسم جي زمين تي پوکي سگهجي ٿو لٽاسي زمين (ڪچي واريون زمينون، جيڪي هر سال لَٽَ جي تهن جمڻ ڪري ٺهن ٿيون) هن فصل لاءِ تمام موزون آهن. سڻيءَ جي پوک لاءِ نيون سڌريل جنسون پوکڻ گهرجن، جيڪي تمام تيز وڌندڙ آهن ۽ ڪين مرض بہ گهٽ لڳن ٿا. انهن سڌريل جنسن ۾ قابلِ ذڪر نالا هي آهن: "TRO-1, TRC-1." هي جنسون 25 کان 30 مڻ ريشو في ايڪڙ پيداوار ڏين ٿيون. هنن جو ريشو نرم، چمڪدار ۽ مضبوط ٿئي ٿو. سڻيءَ جو فصل جيڪڏهن ٻوڏ وارين يا هيٺاهين ايراضين لاءِ پوکڻو هجي تہ جنس 'TRC-1' پوکجي ۽ جي مٿاهين ايراضين يعني جتي وڃڻ، مڪئي ۽ ڪمند وغيره پوکجن ٿا، اتي وري 'TRO-1' پوکڻ گهرجي. سڻيءَ جي پوک لاءِ بهترين پوکيءَ جو وقت 15 اپريل کان 15 مئي آهي. ان مند ۾ سڻيءَ مان گهڻو ٻج ۽ ريشو حاصل ڪري سگهجي ٿو. سندس ريشو مضبوط ۽ چمڪدار ٿئي ٿو. سڻيءَ جي پوک لاءِ زمين جي تياري وڃڻ جي فصل وانگر ٿيندي آهي. زمين کي سُڪيءَ جا هر ڏيئي ريج جو پاڻي ڏجي. جنهن وقت اهو وَتَ ۾ اچي تہ سڻيءَ جا هر ڏئي سنهور گهمائي زمين کي نرم ڪجي تہ جيئن ناڙي ڪرڻ ۾ سولائي ٿئي.



سڻيءَ جي ٻج کي پوکڻ کان هڪ ڏينهن يا پهر ڪن اڳ پاڻيءَ ۾ پسائجي تہ جيئن ڦٽڻ ۾ آساني ٿئي. پوک ناڙيءَ وسيلي ڪجي. قطارن جي وچ ۾ وٿي هڪ فوٽ يا 30 سينٽي ميٽر رکجي ۽ اونهائي 3 انچ يعني ساڍا ست سينٽي ميٽر رکڻ گهرجي. هن فصل جي پوک صبح جو سوير شروع ڪجي ۽ ڏينهن جو 10 بجي تائين ختم ڪجي، وري شام جو 4 بجي کان رات تائين ڪجي. ڏينهن تتي پوک نہ ڪجي، نہ تہ ڦوٽهڙي تي خراب اثر پوندو ۽ ٻج گهٽ ڦٽندو. سڻيءَ جي پوک لاءِ

آبپاشيءَ تي خاص ڌيان ڏيڻ ضروري آهي، ڇاڪاڻ تہ گهٽ پاڻي ملڻ ڪري ٻوٽا خشڪ ٿيڻ شروع ٿيندا، جنهنڪري انهن جي واڌ تي خراب اثر پوندو ۽ واڌ گهٽجي ويندي. هن فصل کي چاليهہ ايڪڙ انچ پاڻيءَ جي ضرورت پوي ٿي، جيڪا هن ريت آهي. چار چار انچ ريج جو پاڻي ۽ باقي ٽن ٽن انچن جا ٻارهن ريج جا پاڻيءَ ڏهن ڏينهن جي وٿيءَ سان ڏيڻ گهرجن، يا تہ هر هفتي پاڻي ڏجي، جڏهن پاڻيءَ جي ضرورت جو دارومدار ڪجهہ پوک جي حالتن سان پڻ لاڳو آهي. فصل ٿورو اڳاٽو هجي تہ ان کي 12 دفعا پاڻي ڏجي تہ جيئن پچي راس ٿئي، جي فصل پاڇاٽو هجي تہ اٺ دفعا پاڻي ڏجي تہ سٺي پيداوار ٿئي. جيڪڏهن زمين ۾ کوهہ وارو پاڻي متاچري کان 5 يا 6 فوٽ هيٺ آهي تہ 6 دفعا پاڻي ڏجي ۽ جيڪڏهن سڻيءَ جو فصل، برسيم جي فصل وانگر پوکيو ويو آهي تہ هڪ ٻہ دفعا پاڻي انهيءَ حالت ۾ وڌيڪ ڏيڻو پوندو. برسات جي موسم ۾ وري پاڻي گهٽ ڏبو.



ريشي جي ڏيگهہ ۽ گهڻي پيداوار جي ڪري سڻيءَ جي فصل کي پاڻ ڏيڻ جي ضرورت پوندي آهي. پاڻ جي پوري مقدار ڏيڻ لاءِ هن فصل کي 100 پائونڊ نائٽروجن، 50 پائونڊ فاسفورس ۽ 50 پائونڊ پوٽيشيم جي ضرورت هوندي آهي ۽ فصل جي ڇڊائي تمام ضروري آهي. جڏهن فصل 15 کان 20 سينٽي ميٽر يعني ڇهہ کان اٺ انچن جو ٿئي تہ ڇڊائي ڪجي. هر ٻوٽي جي وچ ۾ وٿي ساڍن ستن سينٽي ميٽرن کان ڏهہ سينٽي ميٽر جي هجڻ گهرجي. ڇڊائي ڪرڻ بلڪل ضروري آهي. جيڪڏهن نہ ڪبي تہ ان صورت ۾ پيداوار بلڪل نہ ملندي. پهرئين پاڻيءَ کان اڳ ڇڊائي ڪجي، پوءِ پاڻي ڏجي. سڻيءَ جي مناسب پيداوار ۽ معياري ريشي حاصل ڪرڻ لاءِ، سڻيءَ جي پچڻ وقت ان کي لڻڻ ضروري آهي، جيڪڏهن ريشو تيار ٿي وڃي ۽ ان فصل ۾ ڀرپور گل هجن ۽ ڦريون نهڻ شروع ٿي ويون هجن تہ ان وقت ٻوٽي کي ڪنهن تکي ڏاٽي يا ڪهاڙيءَ سان لڻجي، 15 کان 20 ڪلو جا ڳنا ٺاهجن ۽ انهن جون چوٽيون ڪپي ڇڏجن. تنهن بعد انهن کي هڪ ٻہ ڏينهن اُس ۾ سُڪائڻ کانپوءِ ڳارڻ لاءِ ڪڍن يا تلائن ڏانهن ڪٽي ڳارجي. ڳارڻ لاءِ انهن جي متان ڪا ڳري شيءِ رکجي تہ جيئن پاڻيءَ ۾ ٻڏل رهن ۽ متاچري تي نہ رهن. انهيءَ حالت ۾ ڳنا پاڻيءَ ۾ ڏهن کان پندرنهن ڏينهن ۾ ڳري وڃن ٿا. سياري جي موسم ۾ 28 ڏينهن کان هڪ مهينو لڳي ٿو جڏهن ڪل ڳري وڃي تہ ريشي جا ڌاڳا تيار نظر ايندا آهن.

**سٽيٽي**: مڇيءَ جو هڪ قسم، هيءَ مڇي مارڻ لاءِ ملاحن وٽ هڪ مخصوص ڄار هوندو آهي. جيڪو ڄار نندين درن لاءِ استعمال ڪبو آهي، اهو ڄار صبح جو جيئن ڪلاڪن لاءِ نندي پاڻيءَ ۾ لاهبو آهي، جنهن کي پوءِ ساربو آهي. هن ڄار ۾ درا بہ ڦاسندا آهن. جيڪي مڇي جي ڦاسائڻ لاءِ ڳاهہ طور استعمال ڪبا آهن.

**سواري تال**: هن تال جو تعلق علم موسيقيءَ جي قديمي ڳرنٿن سان جڙيل آهي. هي سنسڪرت جي ٻوليءَ جي عروج واري دور ۾ گائڪيءَ وسيلي تال جي روپ ۾ وجود ۾ آيل آهي. هن تال جو تعلق ڪرشن جي ٻاڻي واري دور ۾، خاص ڪري ڌرپد، هوري، ڌمار واري رنگ ۾ تال وسيلي استعمال ۾ ايندو رهيو آهي. هن کي سورهن تال جي سواري بہ چوندا آهن. تال سواريءَ ۾ 32 جي يعنيٰ 16 ماترن جي هر هڪ ماتري کي هڪ هڪ ماتري جي دم سان استعمال ۾ آڻبو تہ 16 جي ٻيڻ جا 32 ماترا ملي پوندا ۽ هن تال کي 16 ماتري جي سواري بہ چوندا آهن. هن تال جون ضربون هن ريت آهن:

| X | تاڙي | خالي | تاڙي |
|---|---|---|---|
| 1 | 5 | 9 | 13 |

هيٺ ڀهريائين تال جا ٻول پيش ڪجن ٿا:

1 2 3 4 5 6 7 8 9 10 11 12 13 14 15 16

ڌي اي نا آ ڌي اِي، ڌي اِي نا آ ڌي ڌي نا ڌي ڌي نا

17 18 19 20 21 22 23 24 25 26 27 28 29 30 31 32

تن ترڪٽ تن تن نا نا تُو نا ڪت تا ترڪٽ ڌي نا ڌي ڌي نا.

**سَوَاطِعُ الاِلهَامِ** (ڪتاب): مغل شهنشاهہ جلال الدين محمد اڪبر جي نؤرتنن مان هڪ ملا فيضي هو، جنهن قرآن مجيد جو بي نقط تفسير ’سواطع الالهام‘ جي نالي سان لکيو. ملا ابوالفيض ’فيضي‘ شيخ، شيخ مبارڪ جو پٽ ۽ نامور مؤرخ ابو الفضل جو وڏو ڀاءُ هو. هي آگري ۾، 1547ع ۾ پيدا ٿيو. هي وڏو شاعر هو. انهي ڪري اڪبر کيس ’ملڪ الشعراءِ‘ جو خطاب عطا ڪيو. فيضي پنهنجي دؤر جو تمام وڏو عالم هو ۽ هن پنهنجي 48 سالن جي مختصر عمر ۾ 101 ڪتاب تصنيف ڪيا. فيضيءَ وٽ پنهنجو هڪ وڏو ڪتبخانو هو. جيڪو 1595ع ۾ هن جي وفات کانپوءِ اڪبر بادشاهہ پنهنجي قبضي ۾ ڪيو.


سواطع الالهام

ملا ابوالفيض فيضي شيخ جي 101 تصنيفن مان سيني کان

ناياب ۽ لاجواب تصنيف ’سواطع الالهام‘ نالي قرآن پاڪ جو بي نقط (بنا نقطن) جي تفسير آهي. تاريخ اسلام ۾ سڀ کان پهرين قرآن مجيد جو عربي ٻوليءَ ۾ بي نقط تفسير لکڻ جو اعزاز صرف ملا فيضيءَ کي حاصل آهي. اهڙو تفسير نه ڪو پهرين ڪڏهن لکيو ويو هو ۽ نه وري اڄ تائين لکيو ويو آهي. قرآن جي هن سچي تفسير ۾ اهڙا حرفن وارا لفظ استعمال ڪيا ويا آهن, جيڪي بنا نقطن جي آهن. سورة اخلاص جو تفسير نموني طور هيٺ ڏجي ٿو:

”بسم الله الرحمن الرحيم لما سال الحمس رسول الله صلعم وارادوا اعلاء محامد الله ارسل الله قل محمد هو الله احد- واحد لامساهم له ولا اله سواه اصله وحد ورو واهو الله الواحد ورو وا احد الله موصولا الصمد- المصمود المعمود امالا واعمالا لكل ماعداه وهوالمالك الحاكم لما اراد لامرد لحكمه ولا ....... الخ“.

قرآن جي سڀ کان پهرين بي نقط تفسير جي تقريظ ان وقت نامور عالمن لکي, جن مان لاهور جي قاضي القضات علامه شهيد الثالث نورالله شوستري رحمة الله عليہ جي لکيل تقريظ تمام اهم آهي. ملا فيضيءَ هي تفسير سن 1002هه/ 1593ع ۾ لکي مڪمل ڪيو. ڪتاب جي مڪمل ٿيڻ تي ابوالفيض عربي ٻوليءَ ۾ 49 بندن تي مشتمل قطعه تاريخ چئي. انهيءَ شعر جي 49 بندن جي اڻانوي مصرعن مان هر هڪ مصرع مان هجري سن 1002هه نڪري ٿو:

”صرط اعلام اسرار الاء الله“

1002هه

”مطله دح اد راد صعود اسماء الله“

1002هه

ان ڪانسواءِ ان وقت جي سوين فارسي گو شاعرن هن تفسير جي مڪمل ٿيڻ تي لاجواب قطعه تاريخون چئي ملافيضيءَ کي خراج تحسين پيش ڪيو. اهو تفسير سڀ کان پهرين منشي نولڪشور لکنؤ مان ڇاپيو. جهازي سائيز ۾ 780 صفحن تي مشتمل هي قرآن مجيد جو تفسير منشي نولڪشور لکنؤ مان جمادي الاول 1306هه/ جنوري 1889ع ۾ شايع ڪري منظر عام تي آندو. ان جي ڇپجڻ واري سال تي مولانا اشرف عليءَ هيٺين قطع تاريخ چئي:

گشت مطبوع نسخهء عالي
فيض بخش دلِ صغير و ڪبير
اشرف نڪته سنج تاربخش
گفت ”شد طبع بي نقط تفسير“.

1306هه

**سوامي بسنت رام:** صوفي شاهه عنايت جي سلسلي جو نامور شاعر بسنت رام ولد ليکراج ڦڳڻ مل ڳوٺ ڪاهيءَ تعلقي ڪپري ۾ 1904ع تي پيدا ٿيو. سندس تعليم ۽ تربيت والدين جي سرپرستيءَ ۾ ٿي. هن ويدن جو اونهو اڀياس ڪيو هو. سوامي بسنت رام سوامي ٽيئونرام مهاراج کان گرو منتر وٺي سنگ ۾ پڳتي ۽ گيان ۾ پير پاتو. سوامي سنت رام صوفي منش انسان هو جهوڪ شريف ۾ شاهه عنايت شهيد جي درگاهه تي گهڻو ويندو هو ۽ اتي راڳ پڻ ڳائيندو هو. سندس شاعريءَ جا ڪجهه بند هتي پيش ڪجن ٿا:

مايا ڪايا بادل ڇايا, ڪنهن سان نيبهه نانهه,
ناري ڪاري نانگڻ سمجهي تنهن سان من نه لاءِ.
’بسنت‘ جي مکتي چاهين, گڻ گوبند جا ڳاءِ,
موهه متائي گيان جو هر دي سان هنداءِ.

-

رام ڪرشن ۾ ڀيد نه ڪوئي, پورڻ برهم آهن ٻيئي,
رام ڪرشن پورڻ اوتاري, سنت سهايڪ اسر سنگهاري.

**سوامي تلوڪداس:** سوامي تلوڪداس مهاراجا جئه بابا, شري وريو مل لڇواڻي, 2 اپريل 1905ع عبدو ضلعي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو سندس اصل نالو ڪنڻ مل هو. هيءُ هڪ سال جي عمر جو هو ته سندس والده لاڏاڻو ڪري وئي, جنهنڪري سندس پينرن پالنا ۽ پرورش ڪئي. پنهنجي ڳوٺ ۾ ئي تعليم حاصل ڪيائين. 16 سالن جي عمر ۾ پنهنجي ڳوٺ جي دربار صاحب, ليسوڙي آشرم جي شيوا ڪرڻ لڳو. سدائين مندر ۾ هوندو هو ۽ مندر جي خدمت ڪندو هو. ليسوڙي آشرم ۾ هن سنت نارائڻ داس کان سنڌي, فارسي ۽ گرمکيءَ جي تعليم ورتي ۽ پوءِ گروگرنٿ سميت ٻين به ڪيترن ڪتابن جو مطالعو ڪيائين. هن هڪ شيوا منڊلي به قائم ڪئي, جنهن ذريعي ٻين کي تعليم ڏيندو هو. هيءُ غريبن جو همدرد ۽ هڏ ڏوکي انسان هو. جيترو پڄندو هوس ته غريبن جي مدد ڪندو هو. ڊاڪٽر ديال آشا لکيو آهي ته سوامي صاحب هڪ سٺو ڪوي هو. سندس لکيل ڪتاب اداسي پڄناولي, گرو مهما, گيان گلدستو, گيان گودڙي ۽ رهبر اُپديش شايع ٿيا آهن.

**سوامي پرمانند:** سوامي پرمانند 14 جنوري 1898ع تي شڪارپور ۾ ڄائو. سندس پيءُ جو نالو چوڪسرام آسراڻي هو. جيڪو شڪارپور جي نامور سيٺين مان هڪ هو. ماءُ جي وفات کانپوءِ ’پرمانند پنڊار‘ قائم ڪيائين. انهيءَ پنڊار پاران هن ڌرمي ڪتاب ۽ سنتن جا جيون چرتر ڇپرائي پڌرا ڪيا. سوامي پرمانند هڪ بهترين شاعر به هو. ورهاڱي کانپوءِ هيءُ بمبئيءَ ۾ وڃي رهيو جتي به پرمانند پنڊار وارو سلسلو جاري رکيائين.

9 آگسٽ 1981ع تي وفات ڪيائين.

سندس شاعريءَ جا ڪجهه بند نموني طور ڏجن ٿا:

ڏس پنهنجو پاڻ نظارو, ڪڍي خيال خوديءَ جو سارو
مرشد ڪئون معنیٰ وٺي, ڪر وحدت تي ڪو وارو
کولي دريون دل جون, پس چؤطرف چمڪارو
هاٿي پاڻ پرمانند ٿيو, ٻڌي حق حقيقي اشارو
چڙهي غيب گگن تي, ڪيو اڏوتن آڪارو.

**سوامي ڏرمداس:** مشهور بزرگ سوامي ڏرمداس ولد ملو مل 1854ع ۾ ڳوٺ ٺوڙي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. سندس پيدائش کان 7 مهينا اڳ سندس والد شري ملو مل گذاري ويو. سندس ماءُ پالنا ڪئي ۽ پورهيو ڪري سندس تربيت ڪيائين. شري ڏرمداس نت نيم پرڀات جو اٿي ايشور سمرڻ ڪندو هو. ايڪادشمي ۽ ست نارائڻ جو ورت پڻ رکندو هو. ٻن ميلن جي مفاصلي تي رانوتي ڳوٺ ۾ سنتن جي ڏيري تي وڃي انهن جي ستسنگ ۾ شريڪ ٿيندو هو. اتي انهن سنتن مهاتمائن جي شڪتي شيوا به ڪندو هو. پڪين کي ڪاڏو ڪارائيندو هو. هي سنتن کان گرمکي ۽ هندي به سکيو. هن سارڪتالي، ويراڳ شتڪ، رامائڻ ۽ ٻيا ڌرمي پستڪ پڙهڻ ڪانپوءِ دنيوي پنڌٽن کان آجو ٿي جهنگ ۾ ڀڳوان جي ڌيان ۾ محو ٿي ويو. رام جي رنگ ۾ رڄي راس تي ڏرمداس مان سوامي ڏرمداس ٿي پيو. 14 مهينا جهنگ ۾ ساڌنا ڪيائين. سوامي ڏرمداس سنڌ جي گهڻن ڳوٺن ۽ شهرن ۾ وڃي نام جو سنديش ڏيندو هو. لاڙڪاڻي شهر ۾ هن سوامي درٻار کولي.

**سوامي رام تيرٿ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سوامي رام تيرٿ جي سوانح حيات تي مشتمل آهي، جنهن ۾ سندس زندگيءَ جي خاص واقعن کي چٽيءَ طرح چٽيو ويو آهي. هن ڪتاب جو ليکڪ وشنداس ايسرداس جڳتياڻي آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1944ع ۾ چندن اليڪٽرڪ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد مان ڪوڙومل سنڌي ساهتيه منڊل حيدرآباد، سنڌ ڇپائي پڌرو ڪيو. هيءُ ڪتاب ڪرائون سائيز ۾ ڇپيل 224 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي پڪي جلد جي قيمت هڪ آنو اڻ پاين ۽ ڪچي جلد جي قيمت هڪ آنو چار پاين ڄاڻايل آهن.

**سوامي سائين سرواننډ:** سوامي سائين سرواننډ جو جنم پٽ شاهه ۾ ڀڳت شيوڪرام وشنداس ڏنجاڻيءَ جي گهر ۾ ٿيو. سندس جنم جو نالو 'سيرو' هو. سوامي سرواننډ چوڏهن سالن جي عمر ۾ سوامي گرمکداس سان گڏ سنڌ جي مشهور ستگرو سوامي ٽيئونرام مهراج کان گرو



سکيا ورتي. سندس گرو سوامي ٽيئون رام جي پرلوڪ ڌارڻ بعد ڪيس گروءَ جي گاديءَ تي ويهاريو ويو. تنهن بعد هن سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ ۾ وڃي پنهنجي پرماتما جو پرچار ڪيو. سوامي سائين پنهنجي گرو جي سموري شاعري گڏ ڪري 'پريم'، 'پرڪاش'، 'گرنٿ' ۾ ظاهر ڪئي. هن ڪيترائي پڇن سنڌي ۽ هندي زبان ۾ ڇپيا آهن ۽ هن مشهور قصا جن ۾: 'راجا شڪر ڏوچ'، 'چوڙ لاجي ڪٿا'، 'يمراج'، 'نچڪيتا جي ڪٿا'، 'واهن پلي جو قصو' پڻ هنديءَ ۾ لکيو آهي. ورهاڱي کان پوءِ سوامي وڃي هردوار ۽ پوءِ جئپور ۾ رهائش پذير ٿيو.

هن 21 جولاءِ 1977ع ڌاري وفات ڪئي.

**سوامي سکديو مهراج:** سوامي سکديو مهراج، 1787ع ۾ هالاڻيءَ جي درٻار قائم ڪئي. سندس سوين مريد هئا. ٻروچن جو گهڻو تعداد سندس معتقد هو. مير سهراب خان ٽالپر، سوامي سکديو مهراج کان ڪافي متاثر ٿيو. ان ڪري 30 ايڪڙ زمين ڪيس تحفي ۾ ڏنائين. سکديو سواميءَ 1828ع ۾ وصال ڪيو. وفات کان اڳ سنت سُکرام داس کي پنهنجو جانشين مقرر ڪيائين.

**سوامي شانتي پرڪاش:** مشهور سنت شانتي پرڪاش 1907ع ڌاري ضلعي شڪارپور جي تاريخي شهر چڪ ۾ شري آسودي مل پهوجا جي گهر ۾ جنم ورتو. پاڻ شروع کان اڪيلائي پسند هو. ننڍپڻ ۾ ڪيس ماتا جي بيماري ٿي، جنهن ڪري سندس اکين جو نور ختم ٿي ويو ۽ پاڻ نابين بڻجي ويو. سندس گهر ۾ هر وقت ڀڳتي پرچار هوندي هئي. شروع ۾ ڪيس پنهنجي والد سنت پائي مرچورام جي شيوا ۾ ويهاريو. جتي انيڪ سنتن ۽ مهاتمائن جو مٿس روحاني اثر ٿيو. بعد ۾ ڪيس مهاويدانتي ۽ برهم گياني سوامي ٽيئون رام جو سنگ مليو. جنهن کي پنهنجو گرو ڪيائين ۽ ان جي صحبت ۾ ڌارمڪ گرنٿن ۽ گروگرنٿ جو اڀياس ڪيائين. سوامي شانتي پرڪاش آزاديءَ جي تحريڪ ۾ پڻ حصو ورتو. مهاتما گانڌيءَ جي اصولن موجب سوديشي پٽي جو پرچار ڪيائين. 1933ع ڌاري لاڙڪاڻي ۾ آيل ٻوڏ وقت اتي وڃي مصيبت هيٺ آيل ماڻهن جي وس آهر خدمت ڪيائين. پاڻ ورهاڱي بعد الهاس نگر وڃي رهائش اختيار ڪيائين. اتي هر روز ستسنگ ڪندو هو ۽ ملڪ ۾ ڪٿي به ڪا قدرتي آفت ايندي هئي ته اتي وڃي مدد ڪندو هو. 1968ع ۾ بهار ۽ راجستان ۾ ڏڪار ۽ سورت ۾ ٻوڏ وارن موقعن تي پنهنجي ڀڳتن سميت اتي وڃي ماڻهن جي مدد ڪيائين. پاڻ اکين کان نابين هئڻ باوجود هميشه اکين وارن جي مدد ڪندو رهيو. انسانذات جي خدمت لاءِ ڪيترائي ادارا قائم ڪرايائين. جنتا جناردن پريشد، راڌي شيام، گئوشالا، سرواننډ اسپتال ۽ ٻيا انيڪ پلائيءَ جا ڪم سندس يادگار آهن، جيڪي سندس ڪوشش سان عمل ۾ آيا. پاڻ چار ڀيرا وديس ياترا ڪيائين. پاڻ سٺو گائڪ ۽ ڀڳتي شاعر به هو. ڀڳتي پرچار ڪندي تمام گهڻي شاعري ڪيائين. جيڪا پڇن بهار، ڦلواڙي ۽ پڇن سنڌا جي نالن سان ڪتابڇن جي صورت ۾ ڇپيل آهي. هن 1992ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

**سوامي غريب داس:** سنت سوامي غريب داس اصل پنجاب جو ويٺل هو ۽ پوءِ اچي خيرپورميرس ۾ ديرو ڄمايائين. ان وقت مير سهراب خان، حڪومت جو والي هو. سندس ڪرامتن جو نظارو مير سهراب خان پاڻ ڪيو. جنهنڪري سندس ڪافي عزت ڪندو هو. سوامي غريب داس وٽ هندو مسلم جو سنڌو نه هو. هو سيني تي هڪجهڙو مهربان ٿيندو هو. سندس خدمت ۾ ڪيترائي سنت حاضر رهندا هئا. پر سنت مدن داس تي سندس خاص عنايت هئي، جنهنڪري سندس وفات ڪانپوءِ سنت مدن داس گادي نشين ٿيو.

**سوامي ڪلاچند ’ڪلياڻ‘**: صوفي شاهه عنايت شهيد جي سلسلي جي نامور شاعر سوامي ڪلاچند ولد ديوان رامچند گدواڻي، 6 اپريل 1867ع تي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. ’ڪلياڻ‘ سندس تخلص هو. پاڻ شروعاتي تعليم حيدرآباد مان حاصل ڪيائين. گرنٿ صاحب ۽ ويدانت شاسترن جو گهرو اڀياس ٿيل هئس. هي صوفي فقير ڪيشورام جو صحبتي ۽ گرو ڀائي هو. ضرورتمند ۽ غريبن جي گهڻي مدد ۽ خدمت ڪندو هو. سوامي ڪلاچند حيدرآباد جي ماڻهن ۾ ڀڳتيءَ کي زور وٺرايو. پاڻ سٺو شاعر هو.

سندس شاعري نموني طور هيٺ ڏجي ٿي:

آدمي بن آيا، ڪرشن آدمي بن آيا.
سانوري صورت موهني مورت، مک سين مرلي بجايا.
مرلي ڪي ڌن سن من موهي، وسرگئي سڌ ڪايا.
مور مکٽ پيتامبر پهري، ڪانون ۾ ڪنڊل پايا.
وجنتي مالها گُل ۾ سونهي، موهن روپ بنايا.
چرنون اوپر نوپر باجي، ٿئي ٿئي ناچ نچايا.
ويا پرهيو پرو سيڪي مانهين، جل ٿل مانهه سمايا.
يڪت هيت پرگهٽيو پرماتم، پهري سندر ڪايا.
جوئي جوئي شرن پڙي سوامي ڪي، سوئي سوئي پار لنگهايا.
ايسي مهما ديک موهن ڪي ’ڪلياڻ‘ شرني آيا.

سوامي ڪلاچند 11 مئي 1911ع تي لاڏاڻو ڪيو. ورهاڱي تائين سندس آستان ’ڪلياڻ مندر‘ تي ٽي ڏينهن ميلو لڳندو هو، جيڪو ورهاڱي ڪانپوءِ لڳڻ بند ٿي ويو.

**سوامي ڪيشوداس مهاراج**: سنت سوامي ڪيشو داس مهراج 1863ع ۾ خيرپورميرس ۾ شري ديارام جي گهر پيدا ٿيو. اٺن سالن جي عمر ۾ ڪيشوداس کي علم پرائڻ لاءِ ڪاشيءَ موڪليو ويو. ڪاشيءَ ۾ هن سوامي امرانند کان سنسڪرت سکي ۽ پوءِ ويدانت، ميمانسا شاستر، نياءِ شاستر ۽ ٻين انمول گرنٿن جو اڀياس ڪيو. 18 سالن جي عمر ۾ هو ڪاشيءَ مان اڀياس ڪري خيرپور واپس آيو. سوامي ڪيشوداس مهاراج سادگيءَ جي صورت هو. خيرپورميرس ۾ سندس دربار هُئي ۽ روهڙيءَ ۾ به سندس آستان هو. روهڙيءَ ۾ سندس صحبت نصير فقير ۽ سائين بيڪس سان ٿي. سوامي 1994ع ۾ بيمار ٿيو، جنهن سبب وفات ڪيائين. سنت گرداس رام سندن گاديءَ تي ويٺو. سندس دربار صاحب خيرپورميرس، روهڙي ۽ احمد آباد ۾ آهي.

**سوامي گرمکداس مهراج**: سوامي گرمکداس 1896ع ۾ پٽ شاهه، ضلعي حيدرآباد (هاڻي مٽياريءَ) ۾ جنم ورتو. سندس پيءُ جو نالو لکميچند ۽ ماءُ جو نالو گياني بائي هو. سوامي گرمکداس، مشهور سنت ٽيئون رام جو ڀاڻيجو هو. ڏهن سالن جو ٿيو ته سندس پيءُ وفات ڪري ويو. ان بعد گرمک داس پنهنجي ماءُ سان گڏ ٽيئون رام وٽ ڪندوءَ ۾ رهڻ لڳو. هو ٽيئون رام جي صحبت ۾ رنگجي ويو ۽ آئي وئي سنت جي خدمت ڪرڻ لڳو. هن جو لاڙو ڪلام ڏانهن هو. ان ڪري پنهنجا ڀڄن ٺاهي ڳائيندو هو. سورهن سالن جي عمر ۾ ٽيئو رام کي پنهنجو گرو تسليم ڪيائين ۽ ان سان گڏ سيرسفر تي به وڃڻ لڳو. سنتن جي سنگ ۾ پاڻ به سنت ٿي پيو. جڏهن ٽيئون رام وفات ڪئي ته هي ان جو گادي نشين بنيو. وٽس ڪيترا پريمي ايندا هئا. هن سنڌي ۽ هنديءَ ۾ ڪيترا دوها ۽ ڀڄن لکيا آهن.

ورهاڱي بعد هندستان جي جئپور شهر ڏانهن لڏي ويو. جتي هن 1922ع ۾ وفات ڪئي.

**سوامي گنگارام**: سوامي گنگارام ولد پاوانداس 1865ع ڌاري چڪ، تعلقي سکر ۾ جنم ورتو. سندس ماءُ جو نالو اگڻ بائي هو. ننڍپڻ ۾ گنگارام کي دڪان تي ويهاريو ويو، پر ڊنڊي سان سندس دل ڪا نه لڳي. هميشه پيو سريلي آواز ۾ ڀڄن ڳائيندو هو. روحاني رمز ڏسي سنتن کيس پنهنجي سنگ ۾ ڪنيو. زيارتون ڪندا، بهاولپور پهتا. جتي هڪ سنت چاندورام کين گڏيو. چاندورام ۾ وڏي مٺيا هئي. جنهنڪري گنگارام کيس پنهنجو مرشد مڃيو. جنهن ڪانپوءِ سوامي جدا جدا هنڌ گهمندو ۽ ڳوٺ ڳوٺ وڃي پرينءَ جي پچار ڪئي ۽ ڏکويل دلين کي آنند ڏنو. 1950ع ۾ هڪ ڏينهن اوچتو پنهنجي هڪ معتقد کي گهرائي چيائين ته اڄ پاڻ هلون ٿا. ان ڳالهه جو ڪنهن سان ذڪر نه ڪجو ۽ لڙڪ نه هارجو. ائين چئي سوامي گنگارام گهوڙي گاڏيءَ تي چڙهي سکر طرف روانو ٿيو ۽ واٽ تي ئي غائب ٿي ويو. ڪا خبر نه پئي ته هي ڪيڏانهن ويو.

**سوامي گوالانند مهراج**: هي مشهور سنت ٽيئون رام مهراج جو ننڍو ڀاءُ هو. هو 1879ع ڌاري ڳوٺ ڪندو ضلعي حيدرآباد ۾ ڄائو. هي آسومل جو طالب هو. پنهنجي ڀاءُ ٽيئون رام وانگر روحاني تعليم حاصل ڪيائين. سمورو وقت پنهنجي ڀاءُ ٽيئون رام جي سنگ ۾ گذاريندو هو. ساڻس گڏ هي به سنڌ جي واهڻن وستين ۾ ويدانيت ۽ آتم گيان جي پرچار ڪندو هو. سوامي گوالانند مائٽن جي چوڻ باوجود شادي نه ڪئي. هن هندستاني راڳ ۽ راڳڻين جي آڌار سنڌيءَ ۾ سنا سلوڪ لکيا. گوالانند جي شاعريءَ جي اڀياس مان پتو پوي ٿو ته هن وٽ ويدانت جي وائي گهڻي آهي ۽ هو سچ ۽ انسانيت جي تبليغ ڪندي نظر اچي ٿو.

سندس ڪلام نموني طور هتي پيش ڪجي ٿو:

اک پٽ اکيڙ جاڳي جپ هرنام،
بنا ڀڄن ڀڳوان جي جاڻ جوئو ڪام،
ڌن ڌرتي ڪٽنب سڀ جاڃ، جوئو دام.

**سوامي ليلا شاهه**: مشهور سنت ليلا شاهه ذات جو برهمڻ کتري هو. هن 1881ع ڌاري ڳوٺ محراب چانڊيءَ ۾ جنم ورتو. ننڍپڻ ۾ سندس ماءُ ۽ پيءُ گذاري ويا، بعد ۾ چاچي سندس پالنا ڪئي. کيس ننڍپڻ کان ئي ڀڳتي ۽ سنتن جي شيوا سان چاهه هو. ڌرمي ڪمن ۾ گهڻي دلچسپي هوندي هيس. ان ڪري ڪا به اسڪولي تعليم حاصل نه

ڪيائين ۽ سنتن جي صحبت ۾ رهڻ لڳو. هن کي سندس چاچي هڪ دڪان تي ملازمت ۾ رکرايو پر اتي به گهڻو عرصو نه رهيو ۽ وڃي ڀڳتن سان شريڪ ٿيو. چاچي ۽ ڀين عزيزن کيس پرڻائڻ لاءِ زور وڌو، پر هن انڪار ڪري ڇڏيو. پوءِ جلدي گهر ڇڏي ٽنڊي محمد خان جي ويدانتي مهاتما سوامي ڪيشوداس وٽ ويو ۽ ان وٽ رهي ويدانت جا سبق سکيائين. ويدانت جو اڀياس ڪرڻ سان گڏ وڏن وڏن سنتن سان رهاڻيون به ڪيائين. هو اتر ڪاچي، ڪشمير، تبت ڪناري وڃي ساڌن ۽ مهاتمائن جو سنگ ڪندو هو ۽ ويدانت جي پرچار ڪندو هو. سوامي ليلا شاهه ستو سماج سڌارڪ به هو. سنڌ ۾ پنچائتن جي ايڪي لاءِ گهر گهر وڃي پرچار ڪيائين. ورهاڱي بعد هندستان ۾ وڃي رهيو. هن شادين ۾ ٿيندڙ غير ضروري خرچن ۽ پئسن عيوض سڱ ڏيڻ خلاف آواز اٿاريو. هن سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ پڻ عملي طور ڪم ڪيو ۽ نياڻين جي تعليم تي خاص زور ڏنائين. سندس محنتن جي نتيجي ۾ هندستان جي هر سنڌي وسنديءَ ۾ اسڪول ڌرمشالائون، ناري شالائون ۽ گئوشالائون جڙيون. هن سوامي ويدانت ۽ ڀڳتيءَ جي مقصد جا ڪيترائي ڪتاب ڇپرائي مفت تقسيم ڪيا.

سوامي ليلا شاهه، 4 نومبر 1973ع ۾ پالڻپور ۾ پرلوڪ پڌاريو. سندس سماڌي آديپور جي ليلا شاهه آشرم ۾ جوڙائي وئي، جيڪا سندس معتقدن لاءِ تيرٿ آستان بڻيل آهي.

**سوامي موتيرام آشرم ۽ پنچائتي ٽلهو:** ساڌٻيلي جي سامهون ڌوٻي گهاٽ وٽ، سکر بندر وٽ ٽالپرن جي صاحبيءَ ۾ 1824ع ۾ سوامي موتيرام ڪبير پنٿي هن هنڌ تي ديرو ڄمايو هو. سندس گادي نشين سوامي ڪيشوداس 1888ع ۾ عاليشان مندر تعمير ڪرايو هو. شروعات ۾ عمارت معمولي هئي، پوءِ ڳاڙهو پٿر هندوستان کان گهرايو ويو ۽ لڪشمي نارائڻ جي مورتي کڙي ڪئي وئي، مندر اندر کوهه ۽ ساڌن لاءِ ڪمرا جڙيل آهن. سوامي موتيرام صوفي منش غريب پرور هو. پويون گادي نشين ڪشن داس ساڪرو هو. 1947ع ۾ هندن جي ڀارت لڏي وڃڻ کانپوءِ اتي مهاجرن جا ڪٽنب رهن ٿا. اهو پنچائتي ٽلهو فريئر روڊ ۽ نانارڪي بازار جي چوسول تي آهي، جنهن تي هندو، رام ليلا جا ناٽڪ ڪندا هئا.

**سوامي نارائڻ مندر** (ماڳ): ڪراچيءَ جو قديم مندر، جنهن جي موجوده عمارت 1885ع ۾ اڏي وئي آهي. هي مندر بندر روڊ تي ڪي. ايم. سي بلڊنگ جي سامهون واقع آهي، جتي اڄ به هندو رهن ٿا. هتي هندو ڌرم جا سڀ مذهبي ڏڻ وڏي اهتمام سان ملهايا وڃن ٿا. 1947ع ۾ هندستان وڃڻ لاءِ هندن جي پناهه ۽ سندن سفر جي انتظامن ۾ هن مندر جو وڏو حصو رهيو آهي. هن سان لڳ گاڏي کاتي ۾ ڪنهن دور ۾ سکن جو گردوارو هوندو هو. جيڪو ختم ڪيو ويو. اهو رام باغ، گاڏي کاتي واري گردواري طور مشهور هو. انهيءَ گهٽيءَ ۾ دربار ماتا جو مندر آهي، هاڻي بند پيو آهي. هن جي هڪ حصي ۾ ايجوڪيشن آفيس ٺاهي وئي ۽



گهٽي حصي تي قبضو ڪري دڪان ۽ گهر ٺاهيا ويا آهن. هن مندر جي چوديواريءَ ۾ ڪجهه ننڍا مندر به ٺهيل آهن. مندر جي آسپاس هندن جا گهر ۽ ياترين جي کاڌخوراڪ لاءِ هوٽل آهي.

**سوانح عمري/ سوانح حيات:** نثر جي هڪ اهڙي غير افسانوي صنف، جنهن ۾ ڪنهن شخصيت جي زندگيءَ بابت تفصيلي احوال لکيو وڃي ته ان کي 'سوانح عمري' چيو ويندو آهي. انگريزيءَ ۾ هن صنف کي 'Biography' چئبو آهي، جنهن جي اشتقاقي معنيٰ (Bio= Life, Graphy= an inferring art of hand writing ڪنهن شخصيت جي زندگيءَ بابت حقيقتن ۽ ڪارنامن نتيجي طور لکيل تحرير) آهي. هن صنف کي سنڌيءَ ۾ 'جيوني' به چوندا آهن. عام طور اردو ۽ سنڌيءَ ۾ 'سوانح عمري' سڏي وڃي ٿي.

هڪ ڪتاب جي صورت ۾ مختلف شخصيتن جي سوانح عمرين تي مشتمل ڪتاب کي 'شخصيتن جي ڊائريڪٽري' به چئي سگهجي ٿو. جنهن جا بهترين مثال مولانا دين محمد وفائيءَ جو سنڌي شخصيتن جي سوانح عمرين تي لکيل ڪتاب تذڪره 'مشاهير سنڌ' ۽ جي. ايم. سيد جو 'جنب گذاريم جن سين' (ٻه ڀاڱا) يا غلام رباني آگري جو 'جهڙا گل گلاب جا' ۽ ٽماهي مهراڻ جو 'سوانح نمبر' وغيره آهن. ڪنهن مشهور شخصيت جي سوانح، هڪ ڪتاب يا مختلف جلدن جي صورت ۾ به شايع ڪئي ويندي آهي. سوانح عمري/ سوانح حيات لکڻ جي فن کي 'سوانح نگاري' يا 'حيات نگاري' به چئبو آهي.

'انسائيڪلوپيڊيا برٽينيڪا' ۾ هن صنف جي وصف هيئنءَ ريت بيان ڪيل آهي، "غير افسانوي ادب جو هڪ قسم، جنهن جو موضوع فرد جي حياتي هوندو آهي. عام طرح سان هن ۾ آتم ڪهاڻي به اچي وڃي ٿي، جنهن جو موضوع خود ليکڪ جي پنهنجي تاريخ جو بيان هوندو آهي."

ڊاڪٽر قاضي خادم، پنهنجي ڪتاب 'ادب ۽ روايتون' ۾ 'لٽرري بايوگرافي' ڪتاب جي ليکڪ ليئون ايڊل جو حوالو ڏيندي سوانح عمريءَ جي وصف هن ريت بيان ڪئي آهي: "هيءَ صنف ادب جي ٻين مڙني صنفن کان لطيف آهي، سوانح عمري، ڪنهن شخصيت جي هوبهو زندگيءَ جي خصلت، سڀاءُ ۽ جذبن جي چنچل ۽ سادي اسلوب ۾ بيان آهي، عام طرح سان هيءَ هڪ تاريخي دستاويزجي اهميت رکندڙ پڻ آهي." هن وڌيڪ لکيو آهي تہ: "جيون ڪهاڻي (سوانح عمري) لکندڙ هڪ مورخ وانگر پنهنجن دستاويزن جو غلام آهي." ان راءِ جي وضاحت ڪندي ليئون ايڊل وڌيڪ لکيو آهي تہ: "ماڻهن جي حياتيءَ جي تاريخ ادب جي هڪ شاخ وانگر آهي."

هڪ سوانح عمريءَ ۾ پڙهندڙن لاءِ ٻن قسمن جي ڪشش هوندي آهي: هڪ تہ اها پڙهندڙ جي انساني حيثيت ۾، ٻئي انسان جي اندر جون حقيقتون ۽ سندس خوبيون توڙي ڪمزوريون ڄاڻڻ جي خواهش جي جذبي کي تسڪين ڏئي ٿي. ان ڏس ۾ مشهور سنڌي ليکڪ ۽ نقاد لعل پشپ لکيو آهي تہ: "جيوني لکڻ جي ڪلا جيتوڻيڪ ڊراما، ناول، ڪهاڻي ۽ شاعريءَ جي شاخن جي پيٽ ۾ سڀ کان نئين ۽ جوان آهي ۽ اڻويهين صديءَ جي شروعات کان ساهتيہ جي ان شاخ زبردست انتي (ترقي) ڪئي آهي."

لعل پشپ جي مٿينءَ راءِ مان اها ڳالهہ واضح ٿئي ٿي تہ سوانح عمري (جيون ڪهاڻي) ادب جي شاخ آهي. جڏهن تہ يورپي ليکڪن جي راين توڙي سنڌي سوانح عمرين جي اڀياس مان هن صنف جو واسطو حقيقت سان هجڻ ڪري، اها تاريخ سان ڳانڍاپيل صنف ڄاڻائجي ٿي، جنهن ۾ ڪنهن ماڻهوءَ جي حياتيءَ جي تاريخ بيان ڪئي ويندي آهي.

آتم ڪهاڻي بہ سوانح عمريءَ (جيون ڪهاڻيءَ) جو هڪ قسم آهي، جنهن ۾ لکندڙ پنهنجي زندگيءَ جي مختلف حالتن کي قلمبند ڪندو آهي. سوانح عمريءَ جي پيٽ ۾ آتم ڪهاڻيءَ جي صنف ۾ ڪي ڪمزوريون آهن. جهڙوڪ: (1) اهو ضروري ناهي تہ آتم ڪهاڻيءَ جو ليکڪ پاڻ بابت مڪمل سچ تحرير ڪري، (2) ليکڪ لاءِ پنهنجين ڪمزورين جو بيان ڪرڻ ناممڪن نہ، تہ بہ مشڪل ضرور هوندو آهي، (3) پنهنجي ساراهہ ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ بہ انساني سڀاءَ جي خلاف آهي. ان کان سواءِ بہ ڪيتريون اهڙيون ڳالهيون آهن، جن ۾ ڪو شخص پنهنجي ڪردار، قول يا فعل جي باري ۾ پاڻ منصف نٿو بڻجي سگهي. ان هوندي بہ سنڌيءَ ۾ رئيس ڪريم نظاماڻي جي آتم ڪهاڻي 'ڪيئي ڪتاب' غير جانبداراڻي انداز ۾ لکيل بهترين آتم ڪهاڻي آهي.

آتم ڪهاڻيءَ کان مؤثر سوانح عمريءَ جي صنف آهي، جنهن ۾ هڪ غير جانبدار شخص، دستاويزن ۽ کوجنا جي آڌار تي ذاتي تعلقات ۽ جذبن جي بنيادن تي پنهنجي مشاهدي ۽ تخيل جي مدد سان ٻئي جي زندگيءَ جي تاريخ لکي ٿو جيڪا ڪنهن حد تائين غير جانبدار ۽ سچي ٿي سگهي ٿي. سوانح عمريءَ جا ٽي قسم ڄاڻايا ويا آهن، جيڪي هيٺينءَ ريت آهن:

**واقعاتي يا تاريخ وار سوانح عمري (Chronicle Biographies):** هن قسم جي سوانح عمرين ۾ ليکڪ، دستاويزن ۽ واقعاتي شاهدين جي آڌار تي ڪنهن شخص جي زندگي ۽ ان جي مختلف پهلوئن جو تفصيلي جائزو وٺندا آهن. هن قسم جي سوانح عمرين (جيون ڪهاڻين) ۾ مواد جي فراهمي ۽ مواد جي تاريخ وار ترتيب تي گهڻو زور ڏنل هوندو آهي، تنهنڪري اها لکڻي مڪمل طور تحقيقي حيثيت رکندي آهي. سنڌيءَ ۾ هن قسم جون ڪيتريون سوانح عمريون شايع ٿيل آهن. جن ۾ حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي لکيل رسول پاڪ ﷺ جي سوانح عمري: 'حيات النبي'، پروفيسر نرسنگهداس ڦيرواڻيءَ جي لکيل 'راڄ رشي ديوان ڏيارام گدو مل جو جيون چرتر'، مرزا قليچ بيگ جي لکيل 'خانبهادر حسن علي آفنديءَ جي سوانح حيات'، شيخ ابراهيم خليل جي لکيل رئيس شمس الدين بلبل جي سوانح حيات 'بلبلِ سنڌ' ۽ اهڙيون ٻيون سوانح عمريون، جن ۾ اهم شخصيتن جي زندگيءَ جو احوال تاريخ وار ترتيب سان پيش ڪيو ويو آهي.

**تصوير ڪشيءَ جي انداز ۾ لکيل (Portrait):** هن قسم جي سوانح عمرين ۾ ڪنهن شخصيت جي باري ۾ اهڙيءَ ريت احوال بيان ڪيل هوندو آهي، جو ان شخصيت جي هڪ مڪمل تصوير اڀري اچي ٿي. هن قسم جي جيون ڪهاڻيءَ ۾ انگن اکرن کان وڌيڪ تصوير ڪشيءَ تي زور ڏنو ويندو آهي. سنڌي ادب ۾ هن قسم جا ڪيترا جيون خاڪا، جدا ڪتابن جي صورت ۾ شايع ٿيڻ کان اڳ، مختلف سوانح نمبرن ۾ اديبن ۽ عالمن تحرير ڪيا. ان ڏس ۾ سائين جي. ايم. سيد جا جديد 'سياست جا نورتن' ۽ 'جنب گذاريم جن سين' ڪتاب ۽ علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ جو 'چونڊ سوانحي خاڪا'، ٽماهي مهراڻ جا 'سوانح نمبر'، الرحيم جو '12 صديءَ جا مشاهير نمبر'، خادم حسين چانڊيئي جو ڪتاب 'مارو جي مليرجا' ۽ ان قسم جون مختلف جيون ڪهاڻيون اچي وڃن ٿيون. جن کي جيون خاڪا پڻ چئي سگهجي ٿو.

**ادبي سوانح عمريون (Literary Biographies):** هن قسم جي سوانح عمرين ۾ واقعاتي ۽ شخصي يا تصويري جيون ڪهاڻين کان وڌيون سوانح عمريون اچي وڃن ٿيون. هن قسم جي سوانح عمرين ۾ تحقيق کان وڌيڪ تخيل جو حصو هوندو آهي. ان تحرير جو انداز ناول وانگر دلچسپ ۽ جذبات سان ڀريل هوندو آهي. سنڌي نثر ۾ جيون خاڪن کان هٽي ادبي خاڪن تي پڻ طبع آزمائي ڪئي وئي آهي، انهن ادبي خاڪن کي پڻ سوانح عمرين جي زمري ۾ ڳڻجي ٿو انهن ۾ پير علي محمد راشديءَ جو 'اهي ڏينهن اهي شينهن'، علي احمد بروهيءَ جو 'ڄام ڄاموٽ ۽ ڄامڙا'، طارق اشرف جو 'جيل گهاريم جن سان' عبدالقادر جوڻيجو جو ڪتاب 'شڪليون'، موهن ڪلپنا جي آتم ڪهاڻي 'بک، عشق، ادب' ماهتاب محبوب جا ڪتاب: (1) جيءَ جهروڪا، (2) چنڊ چهرا (2010ع)، غلام رباني آگري جا ڪتاب 'ماڻهو شهر ڀنڀور جا' ۽ 'جهڙا گل گلاب جا'،

لڇمڻ ڪومل جي آتم ڪٿا ’وهي ڪاتي جا پنا‘، ريٽا شهاڻيءَ جو ڪتاب ’آڪاش گنگا‘ (2013ع) ۽ عبدالواحد آريسر جو ڪتاب ’ماٺهو ميگهه ملار‘ وغيره تخليقي لکڻيون آهن. جن ۾ تخيل ۽ ذاتي راءِ کي وڏو دخل آهي. نه صرف ايترو پر هن قسم جي جيون ڪهاڻين ۽ خاڪن ۾ واقعن جي پيشڪش ۾ تاريخ وار ترتيب جو خيال ڪو نه رکيو ويندو آهي، بلڪ ليکڪ لکڻ مهل ڪنهن وقت ماضيءَ جو بيان ڪندو آهي ته اوچتو وري حال ۾ هليو ويندو آهي. ليکڪ واقعي مان واقعو به بيان ڪندو آهي ته وقت سر گذري يا اوچتو ياد آيل ڳالهيون به هن ۾ جوڙيندو ويندو آهي، تنهنڪري ليکڪ جو تحريري انداز تحقيق کان وڌيڪ تخليقي بڻجي پوي ٿو.

سوانح عمرين جا نقاد انهيءَ خيال جا آهن ته سوانح عمري لکندڙ ۾ تخيل جي قوت به هئڻ گهرجي، جنهن سان ليکڪ ماضيءَ کي به ڏسي ۽ محسوس ڪري سگهي، پر ان سان گڏوگڏ کيس واقعن جي پروڙ به هئڻ گهرجي، جنهن جو سبب واقعن کي بلڪل تصوراتي انداز ۾ پيش ڪرڻ نه هوندو آهي. ان ڏس ۾ اهو به ضروري آهي ته جڏهن ڪنهن گذاري ويل شخص جي سوانح عمري لکجي ته سچ ئي لکڻ گهرجي. سوانح عمريءَ جي ليکڪ لاءِ اهو به ضروري آهي ته هو جنهن شخصيت جي سوانح عمري لکڻ جو ارادو ڪري، تنهن جي حياتي، ماحول، ڪم ۽ مزاج کان واقف هجي، جيڪڏهن ڪنهن سياستدان جي سوانح عمري لکڻ ويهي ته هو ان دور جي سياست کان به واقف هجي ۽ جيڪڏهن ڪنهن ادبي ۽ ثقافتي شخصيت جي حياتي جو احوال تحرير هيٺ آڻي ته ان دور جي ادبي ۽ ثقافتي تحريڪن ۽ سرگرمين جي معلومات به هجيس. خاص ڪري سائنسي ۽ سياسي شخصيتن جون سوانح عمريون کوجنا ۽ مواد جي فراهميءَ کان سواءِ لکڻ ممڪن نه آهن. اهي سوانح عمريون انگن اکرن جي آڌار تي ئي لکي سگهن ٿيون، پر جتي صرف ڪنهن شخصيت جو ذاتي احوال ڏيڻ ئي مقصد هوندو ته پوءِ ان جي باري ۾ ذاتي معلومات کي وڏو دخل هوندو آهي، جنهن ۾ هيو مواد صرف بنيادي ڪم ڏيندو آهي.

سوانح عمرين جي تحرير وقت کوجنا، تاريخي واقعن جي ترتيب، مواد ۽ تخليقي ڪوشش کي نظر ۾ رکندي سوانح عمرين جي ترتيب هيٺينءَ ريت هوندي آهي:

- واقعاتي يا تاريخي ترتيب سان لکيل سوانح عمري.
- شخصي جيون ڪهاڻيون، آتم ڪهاڻيون ۽ جيون خاڪا.
- تصويري جيون ڪهاڻيون ۽ ادبي خاڪا.

ڪيترين سوانح عمرين توڙي آتم ڪهاڻين ۾ هڪ شخصيت جو ذڪر هلندي هلندي ڪنهن ٻي اهم شخصيت جو ضمني ذڪر ملي ويندو آهي، جنهن جي حيثيت ڪڏهن ادبي ته ڪڏهن جيون خاڪي واري هوندي آهي. سنڌي ادب ۾ جيون خاڪا توڙي ادبي خاڪا گهڻي وقت کان لکيا پيا وڃن، خاص ڪري پيغمبرن، ولين، درويشن ۽ صوفين جا خاڪا توڙي سياستدانن جي باري ۾ لکيل خاڪا گهڻي تعداد ۾ ملن ٿا. جيون ڪهاڻين ۽ آتم ڪهاڻين ۾ جن خاص ڳالهين جو ذڪر هوندو آهي، اهي هن ريت آهن:

**(1) ذاتي زندگي:** سوانح عمرين ۾ ڪنهن به شخصيت جي ذاتي زندگيءَ جي احوال کي اوليت حاصل هوندي آهي. هن احوال ۾ انهن شخصيتن جو پڻ ذڪر اچي ويندو آهي، جن جو واسطو ڄاڻايل شخصيت سان ڪنهن ذاتي ناتي سان هوندو آهي. شخصيت جا مٽ مائٽ، دوست عزيز همعصر، واسطيدار شخص، آفيسر يا ماتحتن جو به تفصيلي ذڪر هوندو آهي، تنهنڪري ليکڪ لاءِ اهو ضروري آهي ته هو اهڙن ڪردارن مان به چڱيءَ طرح واقف هجي ته جيئن سوانح عمريءَ جي مک ڪردار سان انصاف ڪري سگهجي.

هن قسم جو ذڪر ڪردار جي حسب نسب، پيدائش، اوائلي ترتيب، اوائلي تعليم ۽ عملي زندگيءَ ۾ داخل ٿيڻ جي بيان تي ٻڌل هوندو آهي. سوانح عمرين جا لکندڙ اهڙو احوال تاريخن، تذڪرن يا ان شخص جي مٽن مائٽن ۽ دوستن کان به حاصل ڪري سگهندا آهن.

**(2) شخصي آزمودا:** سوانح عمريءَ جي پيٽ ۾ آتم ڪهاڻين اندر شخصي آزمودا بيان ڪيل هوندا آهن. جيئن ته اهي هر فرد کي مختلف انداز ۾ حاصل ٿين ٿا، تنهنڪري اهي دلچسپ ٿين ٿا ۽ پڙهندڙ ۾ تجسس ۽ انجام ڄاڻڻ جو شوق پيدا ڪن ٿا. اهڙين لکڻين مان ئي پڙهندڙ سبق پرائين ٿا. اهي ئي لکڻيون ڪنهن دور جي حقيقي تصوير پيش ڪن ٿيون.

**(3) ماحولياتي تجزيو:** سوانح عمرين ۽ آتم ڪهاڻين جا ليکڪ خانداني ۽ سماجي پسمنظر پيش ڪرڻ لاءِ ماحوليات جو تجزيو پڻ ڪندا آهن. ان ڪري ليکڪ جيستائين ڪنهن دور جي مخصوص معاشري جو ماحول واضح نه ڪندو ته کيس مذڪوره شخصيت بابت صحيح معلومات نه ملي سگهنديون. ڪن خاص حالتن ۾ ڪا به شخصيت پنهنجي مخصوص ماحول جي تجزئي کانسواءِ سڃاڻي نٿي سگهجي. سوانح عمريءَ کي پڙهڻ مان اهوئي فائدو آهي ته پڙهندڙ هڪ نئين ماحول مان واقف ٿئي ٿو ۽ هن ۾ ان ماحول سان پنهنجي ماحول کي ڀيٽڻ جي خوبي پيدا ٿئي ٿي.

**(4) سياسي ۽ سماجي پسمنظر:** سوانح عمريون ۽ آتم ڪهاڻيون هڪ ئي وقت سياسي، سماجي، ثقافتي ۽ تاريخي زندگيءَ جو اهڙو احوال ڏين ٿيون، جيڪو ڪم مصلحتن سبب تاريخ ۾ به ڪو نه ملندو آهي، تنهنڪري هن صنف کي ادب ۾ چڱي اهميت حاصل آهي. سوانح عمرين کي ماضيءَ جي ادب واري حيثيت ئي حاصل آهي، جيڪي تخيل کان وڌيڪ حقيقت سان واسطو رکن ٿيون. ان کي پڙهندڙ، ماضيءَ جي حقيقي ماحول ۾ پهچي وڃي ٿو ۽ ان دور جي حالتن سان روشناس ٿئي ٿو. انهن ئي مختلف سياسي دورن جي عڪاسي به ڪيل هوندي آهي.

**سنڌي ادب ۾ سوانح عمرين جي ابتدا:** سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب ۾ هن صنف جي شروعات ويهين صديءَ جي شروعات ۾ ٿيل ٿي ڏسجي. سنڌيءَ ۾ پهرين

سوانح عمري پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي حياتيءَ ۽ سيرت بابت 1911ع ۾ لال چند امرڏنيمل, 'محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم' جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ شايع ڪرائي. هن ڪتاب ۾ ليکڪ نهايت عزت ۽ احترام سان حضور صلعم جن جي بابرڪت زندگيءَ جو احوال لکيو آهي. 1914ع ۾ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جو حضور پاڪ صلعم جي شخصيت متعلق هڪ اهم ڪتاب 'حيات النبي صلي الله عليه وسلم' شايع ٿيو, جنهن ۾ پڻ پاڻ سڳورن جي حياتيءَ جي مختلف پهلوئن جو مڪمل احوال ڏنو ويو آهي. هن ڪتاب جا سنڌي ادبي بورڊ ڪيترا ڇاپا شايع ڪيا آهن.

ان ڪانسواءِ هن دور ۾ ڪيترن بزرگن, اوليائن, سنتن ۽ رشين جون جيون ڪهاڻيون لکيون ويون, جن ۾ انهن شخصيتن بابت تاريخي احوال, انگ اکر ۽ اعتقاد جي بنياد تي گڏ ڪيل مواد ترتيب ڏئي ڇپايو ويو آهي. هن ئي دور ۾ جواهر جيوني, مهاتما گانڌي, سڀاش چندربوس جو جيون چرتر, ديوان ڏيارام ڇيتمل جو جيون چرتر ۽ ٻين ولين, صوفي بزرگن ۽ ڪلاسيڪي شاعرن جهڙوڪ: شاهه عنايت شهيد, شاهه عبداللطيف ۽ سچل سرمست جون سوانح عمريون, ڪلام سان گڏ سندن سوانح به جدا جدا رسالن ۾ قلمبند ڪيون ويون. ان ڏس ۾ شاهه لطيف جي سوانح مير عبدالحسين سانگيءَ 'لطائف لطيفيءَ' نالي ڪتاب ۾ 1888ع ۾ ڏار صورت ۾ تصنيف ڪئي. ساڳئي دور ۾ سنڌ جي هڪ اهم هستي ۽ سماجي شخصيت ديوان ڏيارام گدومل جي سوانح عمري 'راج رشي ديوان ڏيارام گدومل جو جيون چرتر' جي عنوان سان پروفيسر شيوارام نرسنگهداس ڦيرواڻيءَ لکي. هن جيون ڪهاڻي/ سوانح عمريءَ ۾ ويهين صديءَ جي شروعات واري سنڌ جو چٽو احوال ملي ٿو, خاص ڪري ڪراچي, حيدرآباد ۽ سنڌ جي ٻين شهرن جي سماجي, سياسي, ثقافتي توڙي تعليمي سرگرمين ۽ ارتقا جو تفصيل احوال ملي ٿو. هن سوانح عمريءَ کي سنڌ جي سياسي, سماجي, ثقافتي توڙي تعليمي ميدان ۾ هڪ مستند دستاويز (Document) جي حيثيت حاصل آهي. هن سوانح عمريءَ ۾ ديوان ڏيارام گدو مل سان گڏ هن دور جي ٻين اهم شخصيتن جو به تفصيلي ذڪر موجود آهي.

ان دور جي ٻي اهم جيون ڪهاڻي 'خانبهادر حسن علي آفندي' جي سوانح حيات آهي, جيڪا شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ, خانبهادر سان ذاتي واقفيت, تعلق ۽ سندس زندگيءَ جي دستاويزي احوال کي بنياد بنائي لکي, جيڪا پوءِ 'خان بهادر حسن علي آفنديءَ جي سوانح حيات' جي عنوان سان 1958ع ڌاري ٽماهي مهراڻ ۾ شايع ٿي. خانبهادر حسن علي آفنديءَ جي اها سوانح عمري, ورهاڱي کان اڳ واري دور ۾ مسلمانن جي تعليمي ۽ معاشرتي جدوجهد جي ڪهاڻي آهي, ان سان گڏوگڏ خانبهادر جي خاندان, پيدائش, اوائلي تعليم ۽ زندگيءَ ۾ ترقيءَ جا ڏاڪا طئي ڪندي هڪ عام شخص مان سنڌ جو تمام وڏو وڪيل بنجڻ جو احوال به ڏنل آهي.

ان ڪانسواءِ مرزا قليچ بيگ جي حياتيءَ بابت 'قرب قليچ' نالي ڪتاب محمد صديق مسافر تحرير ڪيو جيڪو مسلم ادبي سوسائٽي, حيدرآباد طرفان 1936ع ۾ شايع ٿيو تنهن ڪانپوءِ مرزا قليچ بيگ جي سوانح حيات تي هڪ ٻيو اهم ڪتاب 'حيات قليچ', مرزا قليچ جي فرزند مرزا همايون بيگ 'فائق' لکيو جيڪو 1938ع ۾ ڇپيو ان کان سواءِ مرزا قليچ بيگ جي حياتيءَ بابت ڪيترا جيون خاڪا, مضمون ۽ مختصر توڙي مفصل سوانح عمريون لکيون ويون.

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ طرفان 1984ع ۾ 'مرزا قليچ بيگ' نالي سان ڪرائون سائيز مرزا قليچ جي مختصر سوانح ڇپرائي وئي, جيڪا محمد قاسم ٻگهيي لکي هئي. تنهن ڪانپوءِ سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتي 1990ع ڌاري ٻارن جي معلومات لاءِ 6 ڪتابڙا سوانح تي ڇپايا هئا, جن ۾ ذوالفقار علي ڀٽو, سراج, پير حسام الدين راشدي, فهميده حسين, مرزا قليچ بيگ, نواز علي شوق ۽ ٻيا شامل آهن.

مشهور سنڌي اديب تيرٿ وسنت, ڀڳت ڪنور رام جي جيون ڪهاڻي 'ڪنور' جي نالي سان ۽ ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جي حضرت لعل شهباز قلندر جي زندگيءَ بابت تفصيلي سوانح عمري 'تذڪره شهباز' کي سنڌي نثر ۽ ادب ۾ خاصي اهميت حاصل آهي.

سوانح عمريءَ جي صنف ۾ محمد بخش مجنونءَ جي لکيل ڪتاب 'مسڪين جهان خان کوسو' کي به وڏي اهميت حاصل رهي آهي. هن سوانح عمريءَ ۾ ترجي پسمنظر ۾ هڪ مسڪين شخص ۽ سماجي ڪارڪن مسڪين جهان خان کوسي جي زندگيءَ جو احوال تمام دلچسپ نموني ۾ بيان ڪيل آهي.

سنڌي ادب ۾ سياسي ۽ ادبي شخصيتن تي به سوانح عمريون لکيون ويون آهن, جن مان ڪجهه اهم سوانح عمريون هيٺينءَ ريت آهن:

(1) 'شيخ عبدالمجيد سنڌي' (خان محمد پنهور: 1984ع), (2) 'جنب گذاريم جن سين' (ٻه جلد: جي. ايم. سيد: 1967ع, 2004ع), (3) 'علامه عمر بن محمد دائود پوٽو' (غلام مصطفيٰ دادوي: 1993ع), (4) 'يادِ رفتگان': مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ; (5) 'امامِ انقلاب- مولانا عبيد الله سنڌي' (پير علي محمد راشدي: 1992ع); (6) 'منهن تهين مشعل' (تنوير عباسي: 1990ع); (7) 'دنيا جون عظيم انقلابي عورتون' (تاج جويو: ترجمو: 1989ع); (8) 'گهڙيون گهاريم جن سين' (ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: 1994ع); (9) 'سيد فتح محمد شاهه اجناڻي سوانح ۽ ڪلام' (مخدوم جميل الزمان: 1993ع); (10) 'جهڙا گل گلاب جا' (ٻه جُلد: غلام رباني آگرو: 1991ع), (11) 'ڊاڪٽر بلوچ- هڪ مثالي عالم' (تاج جويو: 2001ع), (12) 'آزادي جو امام- مولانا تاج محمود امروٽي' (سيد محبوب علي شاهه بخاري: 1995ع); (13) 'علامه آءِ آءِ قاضي' (قاضي فيض محمد: 1991ع); (14) 'ڊيپلائي- سنڌ جو ڪهنه مشق صحافي' (نور محمد عباسي: 1985ع); (15) 'آديسي استاد- استاد بخاري ذات ۽

ذات ۾ ’(علي دوست عاجز: 2005ع)؛ (16) ’جيجي‘ (’جيجي زرينہ بلوچ- شخصيت ۽ فن‘، ترتيب: نصير مرزا: 2006ع)؛ (17) ’پيرومل مهرچند جي جيون ڪٿا‘ (هيرو ٺڪر: 2007ع)؛ (18) ’وڏو ڪهاڻيڪار، وڏو انسان: نسيم کرل‘ (تاج جويو)، (19) ’مخدوم محمد هاشم ٺٽوي سوانح حيات ۽ عملي خدمتون‘ (عبدالرسول قادري: 2006ع)؛ (20) ’اسان جا اديب، اسان جا شاعر‘ (صحبت بلوچ: 1983ع)؛ (21) ’علامہ غلام مصطفیٰ قاسمي سوانح ۽ علمي ڪاوشون‘ (مرتب: قاضي خادم: 2011ع)؛ (22) ’ٿي عظيم شاعر‘ (هولارام هنس: 2011ع)؛ (23) ’سنڌ جو بيباڪ صحافي ۽ عظيم انسان: محمد عثمان ڏيپلائي‘ (تاج جويو)، (24) ’سپاجهو ساجهہ وند: محمد ابراهيم جويو‘ (تاج جويو)، (25) ’ڪلياڻ آڏواڻي‘ (اي. جي. اتم)، (26) ’مير معصوم بکري‘ (پيرحسام الدين راشدي: 1979ع)، (27) منگهارام ملڪاڻي (اي. جي. اتم)، (28) ’پيرحسام الدين راشدي- سوانح ۽ علمي ڪارناما‘ (سيد مصباح الدين، ترجمو: امام راشدي ۽ آزاد قاضي: 2011ع)؛ (29) ’ماڻهو شهر ڀنڀور جا‘: غلام رباني آگرو (2012ع)؛ (30) ’انيس انصاري، فن ۽ شخصيت‘ (اشتياق انصاري: 2008ع)، (31) ’قلم جو سپاهي: ڪرمچند (هيرو ٺڪر)، (32) آفتاب انقلاب: پرچو وديارٿي (موهن ڪلپنا)، (33) ادبي تصويرون (جڳديش لڇاڻي)، (34) ’عزيز: شخص ۽ اديب‘ (پوپٽي هيراننداڻي)، (35) لينن: دنيا جي عظيم انقلابي شخصيت (ڪيرت ٻاٻاڻي: 1980ع)، (36) لينن جي سوانح (ارجن سڪايل)، (37) اندرا گانڌي (ارجن سڪايل)، (38) مهاتما ۽ لينن (اي. جي. اتم) وغيره.

انهن سوانح عمرين کان سواءِ سنڌيءَ ۾ ٻيون بہ ڪيتريون ئي سوانح عمريون ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل صورت ۾ موجود آهن.

**سوائن فلو:** اها هڪ اهڙي بيماري آهي، جيڪا هڪ وائرس ذريعي پکڙجي ٿي. ڪنهن شخص کي ڇهڻ سان يا هوا جي ذريعي ڦهلبي آهي. هن بيماريءَ ۾ بخار کنگهہ، گلي جي خرابي، جسم ۾ سُور، مٿي ۾ سور، سردي لڳڻ ۽ ٿڪاوٽ محسوس ٿيندي آهي. هي بيماري هڪ نئين وائرس مان پيدا ٿئي ٿي. هي هڪ انسان کان ٻئي انسان ڏانهن ستن ڏينهن اندر ڦهلجڻ شروع ٿئي ٿي. سوائن فلوجي دوران ڪڏهن الٽي ۽ دست بہ ٿيندا آهن. سوائن فلوجون نشانيون عام فلوجهڙيون ئي آهن، جنهن ۾ بخار، کنگهہ، جسم ۾ سور، گلي جي خرابي، مٿي ۾ سُور، الٽي، دست، سردي لڳڻ ۽ ٿڪاوٽ شامل آهن. هي علامتون ٻين ڪيترن ئي بيمارين ۾ بہ ظاهر ٿي سگهن ٿيون، پر هيءَ عام فلو کان گهڻي خطرناڪ آهي.

**سوائي (ذات):** سمن، سهتن، جاڙيجن ۽ شيخن جي هڪ پاڙي جو نالو ’سوائي‘ آهي. ان کانسواءِ هندن جي هڪ ڪيڙ جو نالو بہ ’سوائي‘ آهي، جيڪي اوڌ جي سوائي مانسنگهہ بهادر ۽ سوائي مهراج اڌيراج جو اولاد آهن. هي پاڻ کي سري رام چندر جي وڏي پٽ ڪش جو اولاد، سورج ونسي کل مان ڪتري راجپوت، ديوي جا پوڄاري سڏائين ٿا. ان کانسواءِ ڀڳت آکهہ بہ هنن مان آهي، جن جو لقب ’سوائي‘ آهي.

**سوپراج پرسرام مينگهاڻي:** نامياري اسٽيج اداڪار ايس. پي. مينگهاڻي، پهرين مارچ 1934ع تي ميرپورخاص ۾ جنم ورتو سندس اصل نالو سوپراج پرسرام مينگهاڻي آهي. هن ورهاڱي بعد سنڌ کي الوداع ڪيو ۽ بمبئي لڏي ويو. جتي هن هند جي سنڌين کي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ڪرڻ لاءِ اسٽيج ناٽڪ کي ذريعو بڻايو ۽ هندستان جي مختلف رياستن ۾ وڃي سنڌيت جي پرچار ڪئي. ڪيس سنڌ سان لازوال محبت هئي. هن اسٽيٽ انشورنس ڪارپوريشن آف انڊيا ۾ پنهنجون خدمتون سرانجام ڏنيون. سندس پهريون ناٽڪ انڊر سيڪريٽري هو، جيڪو هن 1961ع ۾ اسٽيج ڪيو ان بعد ’پياسو من‘ (1966ع)، ’ياد ڪندا‘ (1967ع)، ’هي يا هو‘ (1977ع)، ’لولي‌ٽر‘ (1978ع)، ’ٽي پارٽي‘ (1980ع)، ’جوت جهڙي‘، ’چورا اڳيان، پوڙها پنيان‘ ۽ ’جيون ساٿ‘ جهڙن يادگار ناٽڪن ذريعي سنڌي اسٽيج کي زور وٺرايو. 1960ع کان سنڌو ڪلا مندر جي بنُرهيٺ هن 40 کان وڌيڪ وڏا ناٽڪ ۽ 1150 ايڪانڪي ناٽڪ پيش ڪيا. مرهٽي ناٽڪن ۾ پڻ هن پنهنجي ڪلا جا جوهر ڏيکاريا. ايس. پي. مينگهاڻي چوڏهن فلمن ۾ اداڪاري ڪئي. سندس ونڻي ڪلپنا راڻيءَ جو پڻ هن سان پرپور ساٿ ۽ سهڪار رهيو. هن ئي مرهٽي ناٽڪن کي اُلٽو ڪري سنڌي ڏسندڙن اڳيان آندو. ايس. پي. منگهاڻي ڇهن ڏهاڪن کان پنهنجي ڪلا سان سنڌي اسٽيج کي سنواريندو رهيو. هزار کان وڌيڪ نون سنڌي ڪلاڪارن کي پنهنجي اداري ’سنڌو ڪلامندر‘ ۾ موقعو فراهم ڪيائين ۽ همت افزائي ڪيائين. هن 80 سالن جي ڄمار ۾ جون 2012ع ۾ بمبئيءَ ۾ وفات ڪئي.

**سوپراج نرملداس ’فاني‘:** سنڌي ٻوليءَ جي نامياري شاعر، اديب ۽ محقق ديوان سوپراج نرملداس ’فاني‘ 27 فيبروري 1883ع تي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. سندس والد سنڌيءَ کان سواءِ عربي ۽ فارسيءَ جو ماهر هو، ان ڪري سوپراج نرملداس ننڍي هوندي کان صوفي ازم جو قائل ٿيو ۽ شاعريءَ جي قدرتي ڏات عطا ٿيل هئس. 9 سالن جي عمر کان شعرچوڻ شروع ڪيائين. هن بمبئي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ پهرين پوزيشن ۾ حاصل ڪئي. ان ڪانپوءِ سرڪاري نوڪري اختيار ڪيائين. 1937ع ڌاري ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تان رٽائرڊ ٿيو. رٽائرڊ ٿيڻ بعد علم ۽ ادب تي توجهہ ڏيڻ لڳو آخري وقت ۾ جڏهن نظر گهٽجي ويس تہ پنهنجو مواد ٻارن کان بہ لکرائي ڇڏيندو هو. پاڻ شاعريءَ سان گڏ موسيقيءَ جو بہ سٺو ماهر هو عربي، فارسي، سنڌي ۽ انگريزيءَ تي عبور حاصل هوس. سنڌ جي اٽڪل 80 شهرن بابت کوجنا ڪري ڪيترا تاريخي مضمون ’ڊيلي گزيٽ‘ ۾ شايع ڪرايائين. تنهن کانسواءِ ’غنچہ‘، ’اميد‘، ’مهراڻ‘ ۽ ڪاليج ميگزينن سميت ٻين رسالن ۾ سندس مضمون ۽ شاعري شايع ٿيندا رهيا. سندس ڪيترائي ڪتاب شايع ٿيل آهن، جن ۾ ’خيالي‘، ’جهلڪا‘، ’چت قلواڙي‘، ’روحاني تجلا‘، ’ويچار وکر‘ قابلِ ذکر آهن. ورهاڱي بعد ڀارت لڏي ويو ۽ اُتي ئي 15 مارچ 1956ع تي وفات ڪيائين.

**سوپناريءَ جي ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ ضلعي دادوءَ جي تعلقي جوهيءَ ۾ ڳوٺ بچل خان جماليءَ جي ويجهو آهي. هن ڍنڍ جي اولهه ۾ بهاولپور ڳوٺ آهي. هن ڍنڍ جو شمار جوهي تعلقي جي وڏين ڍنڍن ۾ ٿئي ٿو. مقامي روايتن موجب ڍنڍ جو نالو ڪنهن هندو عورت سان منسوب آهي. هن ڍنڍ ۾ مڇيءَ جو چڱو شڪار ٿيندو آهي. پکيڙ جي لحاظ کان هيءَ ڍنڍ دادو ضلعي جي وڏين ڍنڍن ۾ شمار ٿئي ٿي. الهندي ناري جي ڪناري واقع هن ڍنڍ ۾ مڇي ۽ پکي جام ٿين ٿا. پکيڙ ۾ هيءَ ڍنڍ 1200 ايڪڙ کن ٿيندي، جتي هڪ بيڙي پڻ موجود رهي ٿي.

**سوپو ڀڳت:** سوپي ڀڳت 1890ع ڌاري اڏيري لعل، ضلعي مٽياريءَ ۾ جنم ورتو. ڪيس سريلي آواز سبب تمام گهڻي مقبوليت حاصل هئي. هي هميشه اڪيلي ڀڳت وجهندو هو، هي ٽولي جي سنگت ساڻ نه رکندو هو. ننڍپڻ ۾ ڀڳتي اختيار ڪيائين. پنهنجي وقت جي مشهور ڀڳتن جي صحبت ۾ رهي ڀڳتيءَ جا سڀ مرحلا طئي ڪيائين. مٽياريءَ ۽ حيدرآباد ضلعن جي سڀني فقيرن جي آستانن ۽ درگاهن تي ڳائيندو هو. هن جي صحبت ۾ رهي ٻين ڪيترن ڀڳتيءَ جي سکيا ورتي. هندو توڙي مسلمان بزرگن جي درگاهن تي حاضري ڀريندو هو. سڄيءَ زندگي سادگيءَ سان ڀڳتي رنگ ۾ گذاريائين.

هن 1942ع ۾ ڀڳت وجهندي دل جو دورو پوڻ سبب وفات ڪئي.

**سوپو فقير لغاري:** بزرگ شاعر سوپو فقير لغاري 1223هه/1820ع ڌاري ڏهرڪيءَ پرسان ڳوٺ دائود ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو احمد هو. بعد ۾ سندن خاندان ميرپورماٿيلي پرسان داد لغاريءَ ۾ رهائش اختيار ڪئي. سوپي فقير ابتدائي تعليم فارسيءَ ۾ گلستان بوستان تائين ورتي. سماع جي محفلن سان دلي لڳاءُ هيس هن پوري عمر شادي نه ڪئي. اڪثر وقت عبادت ۽ خلق جي خدمت ۾ گذاريائين. هن سنڌي، سرائيڪي ڪافيون ۽ بيت چيا. سندس ڪلام جو مجموعو ”ديوان درد عشق“ شايع ٿي چڪو آهي. هن 90 ورهين جي ڄمار ۾ 21 ذوالقعد 1325هه/ 1907ع ڌاري وفات ڪئي. سندس مزار عالماڻي ڳوٺ، تعلقي ميرپورماٿيلي ۾ آهي.

**سوڀي جون تحريرون-1 (ڪتاب):** سنڌ جي انقلابي سياسي اڳواڻ ۽ دانشور ڪامريڊ سوڀي جي تحريرن جو هي پهريون جلد، سندس ڇهن ڪتابن: (1) تاريخ جا وساريل ورق (ڪالم)، (2) تاريخ ڳالهائي ٿي (ڪالم)، (3) وڏي وٽ هٿام (خاڪن جو مجموعو)، ۽ (4) ڪڏهن بهار ايندو (ڪهاڻيون) تي مشتمل آهي، جن کي پبلشر ۽ اديب ناز سنائيءَ مرتب ڪري، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد پاران 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. مٿيان چارئي ڪتاب ڌار ڌار وقتن تي ڇپجي چڪا هئا. پهريان ٻه




ڪتاب (1) تاريخ جا وساريل ورق، ۽ (2) تاريخ ڳالهائي ٿي، اڳ ۾ سنڌي ساهت گهر ڇپايا هئا. اهڙيءَ طرح ڪامريڊ سوڀي جا ڪالم، خاڪا ۽ ڪهاڻيون هن هڪ جلد ۾ هڪ هنڌ پڙهڻ لاءِ ملي وڃن ٿيون.

(1) ’تاريخ جا وساريل ورق‘ ۾ 27 ڪالم شامل آهن، جن ۾ حر تحريڪ، تامل مزاحمتي تحريڪ، نظير عباسي شهيد، هندن جو ڪراچيءَ وارو قتل عام، ڊاڙيل ۽ عام معافي، سائين جي. ايم. سيد، سنڌي مهاجر جهيڙو ۽ سنڌ جي ورهاڱي وارو سوال، سوشلزم ۽ ڪميونزم جو آٿيندو، مندر-مسجد مامرو، حسن ناصر شهيد، حشو ڪيولراماڻي، هڪ ڇرڪائيندڙ ڪردار ۽ ٻيا ڪالم شامل آهن.

(2) ’تاريخ ڳالهائي ٿي‘ ۾ آمريڪا-عراق جنگ، ڪارو ڪاريءَ جو مسئلو، ڪامريڊ اشرف علي، هندستاني بحريه جي بغاوت، راجيو گانڌيءَ جو قتل، ڪامريڊ ايس. اي. ڊانگي، گوربا چوف خلاف بغاوت، مرحوم تاج محمد ابڙو، ڊاڙيل فيڪٽر، بلوچستان ۾ نفاق ۽ قتلام، سنڌ ۾ فوجي ايڪشن، شيعا سني فساد ۽ ٻيا ڪالم شامل آهن.

(3) ’وڏي وٽ هٿام‘ ۾ امڙ پدمان، امڙ ڏياڻي، ارباب فقير، رئيس بروهي، محمد ملوڪ عباسي، عبدالفتاح ميمڻ، ڪوڙومل، محمد امين کوسي، سوامي انگديو اي. ڪي هنگل، ف.م لاشاري، عبدالخالق آزاد، ڪرشن ڪتواڻي، ڪامريڊ عزيز سلام بخاري، محمد ابراهيم جويي، رئيس غلام مصطفيٰ پرڱڙي، گلي سدارنگاڻي ۽ ٻين جا خاڪا ڏنل آهن.

(4) ’ڪڏهن بهار ايندو‘ ۾ ڪامريڊ سوڀي جون 9 ڪهاڻيون شامل آهن.

هي ڊيمي سائيز جي 464 صفحن ۽ پڪي جلد تي مشتمل ڪتاب سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 400 رپيا رکي وئي آهي.

**سوتياري (ديهه):** تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خيرو تالپر، خسپور، علي محمد اعواڻ، مير بحر ۽ پير جو ڳوٺ.

**سونهڙ/ سوناڙ (ذات/ قبيلو):** سونهڙ يا سوناڙ، هند، سنڌ ۾ رهندڙ هندن جي هڪ مشهور ذات آهي. هن ذات/ قبيلي جا ماڻهو گجرات، راجستان، مهاراشٽر ۽ سنڌ کان سواءِ دنيا جي ٻين ملڪن ۾ به رهن ٿا. لفظ سونهڙ جي بڻ بنياد بابت دنيا جي قديم ترين ڪتابن رِگ ويد ۽ اَٿر ويد ۾ معلومات ملي ٿي. هي لفظ بنيادي طرح سُوتراڌارا مان سُوتر ۽ پوءِ سوتراڙ، سوناڙ ۽ سونهڙ بڻيو آهي. سونهڙ کي واڍو، ڊکڻ، سُوتار، ڪاريگر، وشوڪرما، جانگيڙ ۽ گٽيش جي نالن سان به سڏيو ويو آهي. هندن جي آڳاٽي پُستڪ اٿر ويد ۾ جنگين ۾ رَٿ جوڙيندڙ ڪاريگر کي سُوتر سڏيو ويو آهي، جڏهن ته رِگ ويد ۾ ڪاٺ جي ڪم ڪندڙ کي تُوستر/ تُوشتر سڏيو ويو آهي.

مشهور محقق ۽ عالم، ڀيرو مل مهرچند آڏواڻيءَ پنهنجي ڪتاب ’قديم سنڌ‘ ۾ سونهڙن بابت لکيو آهي ته: ”رگ ويد واري

زماني ۾ هيا مکيہ کاسبي واڍا هوندا هئا، جي 'تُوسترُ' (Taustra) (منڊل ڏهون: 119، 5) ۽ 'تکشت' (ڊکڻ) سڏبا هئا (منڊل نائون: 112، 1). اهي گهر تہ جوڙيندا هئا، پر گهرن لاءِ سامان (صندل وغيره) ۽ گهر جي ورتڻ جا باسڻ (ٿانوَ) بہ ٺاهيندا هئا، جي 'درون' (ڪاٺ جا ٿانءَ) سڏبا هئا (منڊل نائون: 65، 6) . اهي واڍا رٿ يا گاڏيون، ٻيڙيون ۽ ڏنگيون بہ جوڙيندا هئا. رٿن جي مٿان ڏمڻ چمڙي جي ٺهيل هوندي هئي، پر جنگ ۾ ڪم اچڻ لاءِ رٿن جي ڏمڻ ڪنهن ڌاتوءَ جي ٺهيل هوندي هئي. رواجي گاڏين ۾ گهوڙا ۽ ڏڳا ٻڌندا هئا. گاڏين ۽ رٿن جوڙيندڙن جو جهجهو مانُ هوندو هو جو گاڏيون اَن وغيره ڍوئڻ لاءِ ۽ رٿ جنگين مهل ۽ شرطن پُڄائڻ لاءِ گهڻو ڪم ايندا هئا."

مارڪنڊيہ پراڻ جي اڌياءَ 77 ۾ 'توشتر' کي 'وشوڪرما' ڄاڻايو ويو آهي، جيڪو برهما جي ڏهن پٽن مان هڪ انگيرا جي خاندان مان هو. جيڪو جانگڊ / جانگڙ برهمڻ هو. وشوڪرما ئي اڳتي هلي 'سوٺهڙ' قبيلي جو بنياد وڌو. برهما پراڻ مطابق بہ سوٺهڙن کي پڳوان وشوڪرما جو اولاد ڄاڻايو ويو آهي. جيڪي ڪاٺ جو ڪم ڪندڙ ۽ ماس مڇي نہ واپرائيندڙ هئا. جڏهن تہ گجرات جي ڪڇ علائقن توڙي سنڌ ۾ رهندڙ سوٺهڙ پاڻ کي راجپوت ونس يعني 'کتري' سڏائين ٿا ۽ اهي ماس مڇي بہ واپرائين ٿا. اهڙيءَ ريت سوٺهڙن جي شناخت جانگڊ براهمڻ توڙي راجپوتن



طور ڪئي وڃي ٿي. ترجي سگهڙن جي روايت موجب بہ سوٺهڙ جاتيءَ جون ڪجهہ نکون برهمڻ ۽ ڪجهہ راجپوت سڏائين ٿيون. ڪرنل ٽاڊ 'تاريخ راجستان' ۽ رائچند رانوڙ 'تاريخ ريگستان' ۾ سوٺهڙن کي پاڻي راجپوتن مان ڄاڻايو آهي.

سوٺهڙ جاتي، ننڍي کنڊ جي پورهيت جاتي آهي، جنهن جو سنڌو تهذيب ۾ بنيادي ڪردار رهيو آهي. سندن هنرمنديءَ ۽ ڪاريگري بادشاهت واري دؤر کان تسليم ٿيل آهي.

شري ڪرشن لاءِ روايت آهي تہ هن مهاڀارت جي جنگ دوران هڪ موقعي تي 'سوٺهڙ' جو روپ اختيار ڪري رٿ جوڙيو هو جنهن جو ذڪر نوجوان محقق ۽ شاعر يارو مل امراڻيءَ بہ ڪيو آهي ۽ شاهديءَ طور هيٺيون دوهو پيش ڪيو آهي:

ڪَر بانسولو پڪڙيو تُوٺو ڪِرشن مُرار،
رَٿ گهَڙيو سُورج تَڻو وَنس پاليو سُوٿار.

[شري ڪرشن، واهولو ڪٽي، سوٺهڙ جو روپ ڌاري، سورج جيڏو رٿ ٺاهيو هو]

وقت گذرڻ سان گڏ هن جاتيءَ جا ماڻهو سِنڌ، گُجرات ۽ راجستان جي قديم مندرن جي اڏاوت ۽ ڪاٺ جو ڪم شاندار نمونيءَ ڪرڻ لڳا. هڪ روايت آهي تہ وڪرمي سنبت 989 (1067ع) ڌاري گجرات جو راجا جئسنگهہ سولنڪي بيمار ٿي پيو، جنهن تي ڪنهن پنڊت ڪيس شِوَ جو هڪ مندر جوڙائڻ لاءِ چيو تہ جيئن هو ڇاڪ ٿي سگهي ۽ هن اُهو مندر جوڙايو جنهن جا آثار اڄ تائين موجود آهن. راجا جئسنگهہ، مندر جي اڏاوت لاءِ راجستان ۽ مهاراشٽر جي رهاڪو 'وشوڪرما' جاتي جي ماڻهن (سوٺهڙن) کي گهرايو هو پر مزدوريءَ ۽ ڪم کي تيز اُڪلائڻ لاءِ گجرات جي مقامي قبيلن ۽ ذاتين جي ماڻهن بہ اُن ڪم ۾ حصو ورتو. مندر جي جُڙي راس ٿيڻ کان پوءِ ڪم جي نوعيت مطابق سيني ڪاريگرن جي نُکن جا نالا رکيا ويا، جن ۾ گهڻائي مهاراشٽر ۽ راجستان جي آريا پنٿين ۽ وشوڪرما پڳوان جي پوئلڳن جي هئي، جيڪي اڄ بہ مهاراشٽر ۽ راجستان ۾ وڏي تعداد ۾ آباد آهن. انهن ۾: گجرات جا گُجر سوٺهڙ، پانچل ديش، راجستان جا پانچول سوٺهڙ، سُورت جا سورتيا سوٺهڙ وغيره شامل هئا. ان بعد، گجرات جي کتري ونس سان تعلق رکندڙ مختلف قبيلن جو نالو 'سوٺهڙ' ٿيڻ ڪانپوءِ، اُهي اُتي ئي (گجرات ۾) رهي پيا، پوءِ انهن مان ڪي لڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا، جيڪي اڄ بہ سنڌ جي مختلف علائقن ۽ شهرن ۾ آباد آهن. جن مان ڪيترا تعليم يافتہ شخص وڏن عهدن تي بہ فائز آهن. علائقي جي حساب سان، ٻوليءَ جو فرق ٿيڻ ڪري، سنڌ جي ٻئراجي علائقن ۾ رهندڙ سوٺهڙ، 'سنڌي سوٺهڙ' سڏائين ٿا. 'تاريخ ريگستان' ۾ رائچند رانوڙ ڄاڻايو آهي تہ، "سوٺهڙ مارواڙ کان آيل آهن. اهي ڪاٺ مان فرنيچر ٺاهڻ ۽ جنڊيءَ جو ڪم ڪن ٿا."

'Encyclopaedia of Indian Tribes & Castes' جي تيرهين (13) جلد (S) جي ص 6214 تي 1901ع ننڍي کنڊ جي قبيلن ۽ ذاتين جو ذڪر ڪندي سوٺهڙن جي ڪُل آبادي 211183 ڄاڻائي وئي هئي، جنهن ۾ 107918 مرد ۽ 103265 عورتون شامل هيون. ساڳئي ڪتاب ۾ سوٺهڙن جي احوال ۾ سندن اصلوڪو ماڳ گجرات ۽ سندن 10 قبيلا ڄاڻايا ويا، جن ۾: (1) آهر (Ahir)، (2) بادگ (Badig)، (3) ديشي (Deshi)، (4) گُجر (Gujar)، (5) ڪونڪاڻي / واڊوَ (Konkani/ Vadve)، (6) مارواڙي (Marvawi)، (7) ميواڙا (Mevada)، (8) پانچل (Panchal)، (9) پانچولي (Pancholi) ۽ (10) وِش (Vaishya).

سنڌ ۾ سوٺهڙن جون 27 جاتيون ۽ 120 نُکون آهن، جن مان چار ذاتيون: ڏير، ونس، جوتينگ ۽ سون پُري، وشوڪرما جو اولاد سڏائين ٿا، جڏهن تہ ٻين جاتين/ نُکن وارا پاڻ کي راجپوتي نُکن ۾ شمار ڪري،

'کتري ونش' سان ڄاڻائين ٿا. سونهڙن جون رسمون به گهڻي ڀاڱي راجپوتن/ ٺڪرن سان ملندڙ آهن. سندن پوشاڪ ۾ اُتي وڃي به راجپوتن جهڙي آهي، پر اڄڪلهه تعليم يافته طبقي جون عورتون توڙي مرد، شهري ماحول ۾ رهڻ ڪري ثقافتي لباس بدران شهري لباس طرف وڌيڪ ڌيان ڏين ٿا. سونهڙن ۾ پئسي عيوض توڙي بدي وارين شادين جو رواج نه آهي. سونهڙ هندو ڌرم جي روايت موجب اڪثر لاش کي ساڙين ٿا، پر ڪي جاتيون جهڙوڪ: جوياڙيا، اوڊاڻا (ڪي اوڊاڻا به ساڙين ٿا)، ۽ ڏيپاڙ، لاش کي پورين ٿا. جوياڙيا، پير راجسي سومراڻيءَ (لڳ نندي شهر ضلعي بدين) جا پوئلڳ آهن، سندن مرشد جي منع سبب هُو لاش نه ساڙيندا آهن. اوڊاڻن ۽ ڏيپارن مان جيڪي پير پٺوري جا مريد آهن، سي لاش پوريندا آهن.

ڪتاب 'امرڪوٽ جو اتهاس' (مرتب: تيجسنگهه سولنڪي) ۾، سال 1931ع جي آدم شماريءَ موجب ٿر ۾ سونهڙن جي آبادي 2361، حيدرآباد ۾ 628، ۽ سنڌ پرڳڻي ۾ جملي 10055 ڄاڻائي وئي هئي. ورهاڱي وقت ۽ بعد ۾ مختلف وقتن تي هن ذات جي ڪافي خاندانن مختلف ملڪن ۾ وڃي رهائش اختيار ڪئي. سنڌ ۾ هن وقت هڪ اندازي موجب سونهڙن جي آبادي 50 هزارن جي لڳ ڀڳ ٿيندي.

ناماري محقق ڊاڪٽر نواز علي شوق جي ترتيب ڏنل ڪتاب 'سنڌ جا هنر' ۾ الهبچائي آريسر 'مشتاق'، پنهنجي مقالي 'ڪاٺ/ واڍڪو هنر' ۾ ڄاڻايو آهي ته: "پٿرجي قديم ثقافتي دور (25000- 10000 ق.م) ۾ انسان گهرن ناهڻ جي شروعات ڪندي، وڻن ۽ ڪاٺ جو جائزو ورتو ۽ پٿرجي اوزان ذريعي انهن کي استعمال ۾ آندو... ۽ سنڌ ۾ ڪاٺ تي چٽسالي جو ڪم ٿيڻ لڳو... سنڌ جي قديم شهرن مان ڪاٺ جي ٻين شين سان گڏ ڍڳي گاڏيءَ جو نمونو به مليو آهي... سنڌ ۾ ڪاٺ جو ڪم اصل کان واڍا ڪندا اچن. واڍن جا ڪي خاندان اهڙا به آهن، جيڪي هُرلو ۽ نار ناهين. سنڌ ۾ واڍن کي مختلف نالن سان سڏيو وڃي ٿو جهڙوڪ: واڍا، سونهڙ، ڊکڻ، اوستا، لاڪا، وگهامل، ڪاريگر، استاد، مستري وغيره... سنڌ ۾ جيئن ته هنرمند ماڻهن کي قدردانيءَ جي نگاهه سان ڏٺو ويندو آهي، ان ڪري ڪيترين قومن (ذاتين) جي ماڻهن واڍڪو ڌنڌو اختيار ڪيو ۽ بعد ۾ پيڙهين گذرڻ سان اڳ وارين ذاتين بدران سندن ڌنڌي/ ڪِرت جي مناسبت سان واڍا، سونهڙ ۽ ڊکڻ وغيره سڏيو ويو." هن ٿرپارڪر ضلعي جي سونهڙن جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته: "واڍا سنڌ جي هر ڳوٺ ۽ شهر ۾ رهن ٿا. ٿر جا سونهڙ واڍڪي هُنر ۾ چٽ ۽ گُلڪاري ڪرڻ ۾ مهارت رکن ٿا... ۽ مشهور بزرگ ۽ شاعر عبدالرحيم گرهوڙي رح جي روضي جو هندورو به تمام اڳاٽو ۽ خوبصورت جوڙيل آهي... مشهور شاعر صوفي صادق جي مزار واري چوڪيءَ تي ڪيل چٽسالي به ڏسڻ وٽان آهي، جن ٺهني تي عمرڪوٽ جي مشهور ڊاڪٽر سرڳواسي هرچندراءِ سونهڙ جي ڏاڏي جو ڪم ڪيل آهي، جيڪو صوفي صادق جو مريد هو..."

سنڌو تهذيبن جي قديمي آثارن مان ڪاٺ جي هنر جا عظيم نمونا مليا آهن. اِٽ/ اِرٽ ۽ ڦيٿو ڪاٺ مان ناهيا ويا هئا، انهن جي تخليق ۾ سونهڙ جاتيءَ جو اهم ڪردار آهي. سونهڙ ڪاٺ مان دريون، در، فرينچر، رانديڪا، درگاهن جا هندورا، اُٺن جا پاڪڙا ۽ گهوڙن جا هنا ناهيندا آهن. ريگستاني علائقن ۾ هلندڙ ڇڪڙا به سونهڙ جاتيءَ جا ماڻهو ناهيندا آهن.

ٿر جا سونهڙ، اُٺن جي پاڪڙن، پلاڻن ۽ گهوڙن جي هنن کان وٺي ڪاٺ جي هر قسم جي ڪم ۾ خاص دسترس رکن ٿا. سندن ڪم جي اوزارن ۾: ڪهاڙا، واهولا، چورسيون، ڪاڻيرا، هٿ رَندا، فلفل، سُونهڻ، رَنبا، گرمَٽ، هٿوڙيون، پلاس، خط ڪش، گُونيا، ٽڪوريون، سُنبا، چيرٽيون،



هڪ سونهڙ ڪاٺ جو تنبورو ناهيندي

وينجهٽيون شامل آهن. هي اوزار ٽري واڍا، پاهوريءَ ۾ وجهي، پرياسي جي ڳوٺن ۾ وڃي، روزمره جي زندگيءَ ۾ ڪم ايندڙ شيون: اِٽ، اُڪرلا، ٻيانا، ٽنگريون، پاٽيون، جَنڊ، پاڪڙا، پلاڻ، ڪٽون، هندورا، پينگها، ڪُرسيون، ميزون، لڪڻ، مُنهن رکيون، هر، هُرلا، هَنا، تورڻ، در، دريون وغيره ناهيندا ۽ انهن جي مرمت ڪندا آهن. ٿر ۾ اونڌي ٻانڊي واري طريقي ڪوهن جي ڪوٽائيءَ توڙي کوهن جون پوٽيون ۽ چَرڪ ناهڻ ۾ آسو سونهڙ (ٻاراچ)، ۽ رامو ۽ راجو سونهڙ (سينهار نانگڙ) مشهور ڪاريگر ليکيا وڃن ٿا. اهڙيءَ ريت موجوده دؤر جي، ٿر ۽ سنڌ جي ٻين شهرن ۾ رهندڙ مشهور ڪاريگر سونهڙن ۾، سوائي ڪاڇاڻي (ڳوٺ ڇهو سونهڙ)، راڻو يا ناڻي ۽ ڪونيو (ڳوٺ ڪينروهي)، پرمانند (ڳوٺ ڪُوڙيو)، سترام ۽ هرجي (چيلهار)، هرچند چڙهيو (مٺي)، پيرولال گٽيساڻي (سينهار وڪيا)، مگهارام ۽ جهامن (ٻاراچ)، ماستر راڻو مل (مورتي ساز: ڪيرٽي)، پانوجي، هوتو ڪيماڻي، ڇهنو ڪيماڻي، چندو اوڊاڻو (مالٺهور ويٺا)، هلو پدريچو (ڳوٺ ساڪرويرو)، ڇهنو (ڳوٺ منڙيو پٽي)، پورو (بيل گاڏيون ۽ زرعي آلات ناهيندڙ: پوڏيسر)، جاني نٿر مل (ٽنڊو الهيار)، پرسو مل سترام داس (ٽنڊو جان محمد) ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا.

سونهڙن ۾ تعليم جي شرح وڌيڪ رهي آهي. گذريل ڪجهه ڏهاڪن کان سونهڙ جاتيءَ جي فردن تعليمي ميدان ۾ پاڻ ملهايو آهي. هن ذات جي مشهور شخصيتن ۾: صوفي نيپراج (موري منگر، ضلعو:

ٽنڊو الهيار)، نامور ڊاڪٽر سرڳواسي هرچندراءِ سوٿهڙ (عمرڪوٽ)، راڌو مل (تعليمدان: لنڊن)، ڊاڪٽر پرڏان سوٿهڙ (اديب: ميرپورخاص)، گرڌاري ڪيتوجي (ليکڪ: ڪيرٽي)، پروفيسر پٺومل (تعليمدان: حيدرآباد)، ڀڳت سترام داس (ڀڄني رنگ جو شاعر)، پيرولال سوٿهڙ (سماجي ۽ سياسي اڳواڻ: ٻاراچ)، پريم شِواڻي (چترڪار، صحافي، اديب: مٺي)، تيجورام سوٿهڙ (ليکڪ: ميرواهه گورچاڻي) ۽ پارو مل امراڻي سوٿهڙ (اديب ۽ شاعر: چيلهار)، چونوجي سوٿهڙ (ليکڪ: ڪيرٽي) ۽ ڀڳت ٽلو مل (ڀڄني پنٿ جو شاعر: ڇهو سوٿهڙ) آهن.

سنڌ جي لوڪ ادب ۾ به سوٿهڙ جاتيءَ جو ذڪر اچي ٿو. نامياري محقق ۽ اسڪالر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪتاب 'لوڪ گيت' (سال: 2006ع، ص: 308) ۾ سوٿهڙ ذات جي نسبت سان ڊاٽڪيءَ مُحاوري ۾ 'مَنڊُوڙو' گيت به شامل آهي، جنهن جا ٻول هن طرح آهن:

"سَت ڪو سُوتراڙ منڊُوا ڄ ڏڪڙلي ماريا..."

هڪ ڳجهارت آهي ته:

نه وانسولو نه وينجهٽو نه ڪارائي، نه سُوتراڙ
اُونڌه مٿه گُڊ چُٽه، سُرتا ڪرو ويچار.

هڪ روايت موجب پٽائيءَ جو تنبُورو پڻ ٺٽي جي سُوٿهڙن تيار ڪيو هو.

**سوٿهڙ، صوفي نيپراج:** نامور اديب، شاعر، استاد نيپراج ولد گنگو مل سوٿهڙ جو ادبي نالو صوفي نيپراج هو. سندس جنم 14مارچ 1933ع تي ڳوٺ موري منگر تعلقي حيدرآباد ۾ ٿيو. هن پرائمري تعليم ڳوٺ موري منگر ۾ ورتي. ميٽرڪ ۽ عالم اديب فاضل جو امتحان حيدرآباد مان پاس ڪيائين. 1953ع ۾ پرائمري اسڪول دريا خان ناهيون ۾ استاد مقرر ٿيو ان ڪانپوءِ مختلف اسڪولن ۾ پڙهايائين. ڊيپوٽيشن تي انگريزي استاد به رهيو ان کان سواءِ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي پروگرام فتح خان جي ڪچهري ۾ ڪردار ادا ڪيائين ۽ ٽيليويزن سينٽر ڪراچيءَ تان ڪجهه پروگرام ڪيائين. هن پرائمري ٽيچرس ايسوسيئيشن سنڌ جو ميمبر سنڌي ادبي سنگت موري منگر، ڳوٺ سڌار سنگت ۽ ٻين تنظيمن ۾ به سرگرم ورڪر طور ڪم ڪيو. سندس شاعري ماهي مهراڻ ۽ اخبار تعليم رسالن ۽ روزاني عبرت ۽ آفتاب اخبارن ۾ ڇپيل آهي. صوفي نيپراج جي شاعريءَ جو ڪتاب 'صوفين صاف ڪيو' عنوان سان سندس پٽ ڊاڪٽر ڪرشن لال صوفيءَ مرتب ڪيو آهي، جيڪو ڇپائيءَ جي مرحلي ۾ آهي، جنهن ۾ غزل، بيت، وايون، حمد، نعت ۽ مرثيه شامل آهن.



صوفي نيپراج، 16 ڊسمبر 1988ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرام گاهه يوسف شاهه ڳوٺ موري منگر جي قبرستان ۾ آهي.

**سوٿهڙ، هرچندراءِ، ڊاڪٽر:** عمرڪوٽ جي نامياري ڊاڪٽر ۽ سماجي ڪارڪن، ڊاڪٽر هرچند راءِ، 15 سيپٽمبر 1915ع تي، ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ڇاڇري ۾ پنهنجي ناناڻي ڳوٺ 'ڪيتارو گام' ۾، ماستر گرڌاري لال سوٿهڙ جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس والد هڪ مثالي استاد ۽ تعليمي عملدار هو. ڊاڪٽر هرچندراءِ پنهنجي منفرد شخصيت، اصولن، پيشي سان سچائيءَ، ڏکويل ماڻهن جي خدمت، سنڌي ثقافت سان اٿاهه لڳاءَ، هندو- مسلمان سان هڪجهڙي وهنوار ۽ پنهنجيءَ ذهانت جي ڪري پوري ٿر ۾ وڏي مڃتا ماڻي. سندس ننڍپڻ نئون چور شهر ۾ گذريو.



جتي ڊاڪٽر صاحب جو ڪٽنب 1920ع ڌاري اچي آباد ٿيو ۽ ورهاڱي کان پوءِ پنجاهه واري ڏهاڪي ۾ عمرڪوٽ ۾ آباد ٿيا.

ڊاڪٽر هرچندراءِ ابتدائي تعليم 'نئين چور' مان ۽ سيڪنڊري تعليم عمرڪوٽ ۽ حيدرآباد مان حاصل ڪئي. ميڊيڪل جي تعليم پهرين حيدرآباد جي ميڊيڪل اسڪول مان ورتائين ۽ طب جي ڊگري LCP&S گرانٽ ميڊيڪل ڪاليج بمبئيءَ مان 1940ع ۾ ورتائين. ڊاڪٽر بڻجڻ ڪانپوءِ سندس پهرين مقرريءَ 'مليريا جي خاتمي واري پروگرام' جي AMO طور نئين چور ۾ ٿي، جتان پوءِ ڪنري، ڇاڇري ۽ عمرڪوٽ ۾ به سرڪاري نوڪري ڪيائين، پر اصول پسنديءَ جي ڪري ڪيس سرڪاري نوڪري راس نه آئي ۽ استعيفا ڏئي، عمرڪوٽ شهر ۾ پنهنجي خانگي اسپتال اچي کوليائين. ڊاڪٽر هرچندراءِ، عمرڪوٽ جي مشهور ڊاڪٽر ڊرڱو جانسن سان گڏ بمبئيءَ مان پڙهي آيو هو ان ڪري ٻئي دوست، ٻئي مسيحا ڊاڪٽري پيشي ذريعي هڪٻئي جي معاونت سان عوام جي خدمت ڪندا رهيا.

ڊاڪٽر هرچندراءِ 75 سالن تائين ڊاڪٽري پيشي ذريعي عمرڪوٽ، ٿرپارڪر ۽ ميرپورخاص ضلعن جي ماڻهن جي خدمت ڪندو رهيو.

سنڌ جي انقلابي هارياڻي مائي بختاور شهيد جو پوسٽ مارٽم پڻ ڊاڪٽر هرچندراءِ ڪيو هو. هن خدمت جي جذبي هيٺ سياست ۾ به حصو ورتو. ٻه ڀيرا صوبائي اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ بيٺو. پهريون ڀيرو 1970ع جي عام چونڊن دوران ننگرپارڪر واري سيٽ تي مشهور سياستدان راڻي چندرسنگهه جو مقابلو ڪيائين، پر ناڪام ٿيو. ٻيو ڀيرو 1985ع جي غير جماعتي چونڊن ۾ حصو ورتائين. ان وقت اقليتي سيٽن لاءِ قومي اسيمبليءَ جي سيٽ لاءِ سڄو پاڪستان ۽ صوبائي سيٽ لاءِ سڄي سنڌ حلقو هوندي هئي. ڊاڪٽر هرچندراءِ چونڊن ۾ ووٽ ته جام کنيا هئا، پر وڏيرن واري سياست جو قائل نه هئڻ ڪري ناڪام ٿيو.

ڊاڪٽر هرچندراءِ، عمرڪوٽ ٽائون ڪميٽيءَ جو ٽي ڀيرا ڪائونسلر ۽ پنجن سالن تائين چيئرمين به رهيو. ان دوران هن شهر ۾

زبردست ترقياتي ڪم ڪرايا. هن سماج مان نشي، گهٽڻي ڏاج، ٻارس جي رسمن، شاديءَ جي بيجا خرچن ۽ روايتي رسمن جي خلاف پڻ ڀرپور آواز اُٿاريو.

ڊاڪٽر هرچندراءِ، 1965ع واري پاڪ هند جنگ دوران ٻن مهينن لاءِ جيل ۾ به رهيو. هن عوامي خدمتگار کي 1990ع ۾ ڌاڙيلن اغوا به ڪيو هو، پر عوامي ۽ حڪومتي دٻاءَ جي ڪري ترت ڌاڙيلن جي چنبي مان بنا ڀنگ ڀرڻ جي آزاد ٿيو.

ڊاڪٽر هرچندراءِ، ٿرجي ثقافت سان واسطو رکندڙ شيون، پراڻا سڪا، پراڻا زيور، پراڻو پرت جو ڪم، قديم ٿانو رليون، ڏيهون، جنڊا، هنا ۽ پاڪڙا وغيره گڏ ڪيا. هو سنڌ جي مشهور ميلن ۽ ٻين ثقافتي نمائشن ۾ ثقافتي اسٽال به لڳرائيندو هو. 1986ع ۾ اڳوڻي وزيراعظم محمد خان جوڻيجي جي خاص فرمائش تي ڊاڪٽر هرچندراءِ، ميرپورخاص ۾ ماڊل طور هڪ 'ٿرِي گهر' ٺهرايو هو جنهن ۾ ٿرجي روزاني زندگيءَ ۾ ڪم ايندڙ هر شيءِ رکي وئي هئي. دنيا جي ڪيترن ملڪن مان آيل سفيرن ۽ ملڪي مهمانن هن خاص گهر جو معائنو ڪيو ۽ وڏي واکاڻ ڪئي هئي، پر ڪجهه مهمانن جي بيگمات پاران ناياب زيور پاڻ سان کڻي وڃڻ ڪانپوءِ هن نمائشون لڳائڻ بند ڪري ڇڏيون.

ڊاڪٽر هرچند راءِ سڄي حياتي سماجي ڀلائيءَ وارن ڪمن ۾ بهرو ورتو. هن انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ ميوزيم حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر ميوزيم ميرپورخاص جي قيام وقت، ثقافتي سامان جي حوالي سان ڪافي مدد ڪئي هئي. ڊاڪٽر هرچندراءِ، 'نندلال نندن چيريٽيبل ٽرسٽ' جو باني ميمبر، 'روٽري ڪلب عمرڪوٽ' ۽ 'ريڊ ڪراس' جو ميمبر پڻ رهيو. اکين جي ڪئمپن لڳائڻ ۾ خاص دلچسپي ورتائين. عمرڪوٽ ۾ اکين جي اسپتال ۽ ٽي. بي سينٽر جي قيام ۾ به سندس خاص هٿ هو ۽ پنهنجي روزاني ڪمائي، انهيءَ اسپتال ۽ سينٽر کي ڏئي ڇڏيندو هو. 23 مارچ 2007ع تي ڊاڪٽر هرچندراءِ کي پاڪستان سرڪار سندس خدمتن جي عيوض 'تمغہ امتياز' ڏنو.

سنڌ جي هن ناميارِي سماج سڌارڪ ۽ انسانيت جي شيواڌاريءَ، 4 مارچ 2013ع تي عمرڪوٽ ۾، پنهنجي گهر 'رين بسيرا' ۾ وفات ڪئي. سندس وفات ڪانپوءِ، 7 اپريل 2013ع تي سندس پٽ مهيندر ديو لڪاٽيءَ کي سوٽهڙ جاتيءَ جي سرواڻ جي پڳ ٻڌرائي وئي.

**سوٽيارو چڪ نمبر** 1 (ديهه): تعلقي ميرپور ماٿيلي ۽ ضلعي گهوٽڪي جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

باغ فقير، عطا حسين لنڊ، محراب فقير، ڪيٽو فقير، دل مراد ٽانوري، محمد الياس فقير، علي بخش مهر، ٻانهو مهر، ننگر مهر، احمد فقير، خير محمد مگريو، محمد مراد مگريو، حبيب الرحمان، قادر بخش مهر، محراب مهر، گل محمد شر، پهلوان ملڪ، حاجي غلام محمد مهر، فيض محمد مهر، نصير مهر، سوائي مهر، قبولو مهر، الهه بخش مهر، هنگورا، پير مالهو، واحد بخش مگريو، نصير مهر، سعيد احمد مهر، وزير الهه بخش لنڊ، ممتاز لنڊ، صوبو لنڊ ۽ صاحب لنڊ.

**سوٽيارو چڪ نمبر** 2 (ديهه): تعلقي ميرپور ماٿيلي ۽ ضلعي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ ريحان شر، ثناءُالله شر ۽ عبدالحڪيم نالي ٽي ڳوٺ شامل آهن.

**سوٽيارو چڪ نمبر** 3 (ديهه): تعلقي ميرپور ماٿيلي ۽ ضلعي گهوٽڪي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مهيش مهر، عمر مهر ۽ لعل مهر.

**سوٽيارڙو نمبر** 4 (ديهه): تعلقي ۽ ضلعي گهوٽڪي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

گل شير مهر، عطر خان مهر، ڪريم بخش مهر، شاهه محمد مهر.

**سوپاري**: سوپاريءَ کي اردوءَ ۾ سپاري، انگريزيءَ ۾ Betel nut ۽ لاطينيءَ ۾ Areca Catechu چئبو آهي. سوپاريءَ جو وڻ مالابار، بنگال، سيلون ۽ هندستان ۾ ڪيترن حصن ۾ پوکبو آهي. ان ڪانسواءِ ٿائيلينڊ، ملائيشيا ۽ فلپائن ۾ به پوک ڪئي وڃي ٿي. هن جو ميوو 5 سينٽي ميٽر ڊگهو ٿئي ٿو، جنهن ۾ هڪ ٻج ٿئي ٿو. هن جي ٻج کي سوپاري چئجي ٿو جنهن کي پان ۾ وجهي چٻاڙيو وڃي ٿو. هن ۾ تمام گهٽ انداز ۾ نشو به آهي. سوپاريءَ جي ٻج ۾ اريڪولين آهي، جيڪو پيٽ جي ڪيڙن ۾ شفا ڏئي ٿو. يورپ ۾ ڏند پيسٽن (Tooth pastes) ۾ به سوپاريءَ جو عرق استعمال ڪيو وڃي ٿو. سوپاريءَ جو استعمال پاڪستان جي هر حصي ۾ آهي. ڊاڪٽرن جو چوڻ آهي ته سوپاري چٻاڙي کائڻ صحت لاءِ هاڃيڪار آهي.



**سوپاريءَ جو ٻوٽو**: هن ٻوٽي جو تعلق پامي (Palmae) خاندان سان آهي ۽ ان جو وطن وچ ملائيشيا آهي. هي خوبصورت ٻوٽا ننڍي ڪنڊ جي گرم علائقن ۾ تجارتي مقصد لاءِ پوکيا ويندا آهن. پاڪستان جي مختلف حصن ۾ هن ٻوٽي کي آرائشي وڻ جي حيثيت ۾ پوکيو ويندو آهي. هن ٻوٽي جو مجموعي قد تقريباً 9 ميٽر ڊگهو ۽ پاڙ ٿارين ڪانسواءِ ٿيندي آهي. پاڙ جو پراڻو حصو ميٽوڙي رنگ ۽ نئون قُتل حصو سائي رنگ جو ٿيندو آهي. پاڙ جي آخري حصي تي 8 کان 10 پن ڳچي جي صورت ۾ نظر ايندا آهن. هن جون پنکڙيون پاڻ ۾ مليل ۽ 90 کان 135 سينٽي ميٽر تائين ڊگهيون هونديون آهن. هر پن ۾ ننڍڙي ٻونگر ٿيندي آهي. هن جا گل تمام ننڍا، غير نمايان ۽ هلڪي پيلاڻ سان اڇي رنگ جا ٿين ٿا، جن

جي سُگنڌ ليمي جهڙي هوندي آهي. هر گل ۾ ٽي ساوا پن (Calyx) ۽ ٽي گل پنکڙيون (Petals) ٿينديون آهن. نر گل ۾ ٽي نرپور (Stamen) ۽ مادي گل ۾ خاني وانگر هڪ ٻجي داني (Ovary) ٿيندي آهي. هن ٻوٽي



جو ميوو بيضوي (Oval) شڪل جو 3 کان 4 سينٽي ميٽر تائين ڊگهو ۽ نارنگي رنگ جو ٿيندو آهي. هن ٻوٽي جي پوک ۽ پيداوار لاءِ موزون مهينو آڪٽوبر آهي. هن وڻ جا پن پاڇيءَ طور پڻ استعمال ڪيا ويندا آهن. جڏهن ته سوپاري (وڻ جو ٻج)، پان جي اندر، سونف سان گڏ سيڪرين لڳائي کاڌي ويندي آهي. سوپاري پگهر گهٽائڻ ۾ مفيد هوندي آهي. هاضمي جي قابل ۽ جسماني اعصاب کي قوت بخشيندڙ ٿيندي آهي. سوپاري، ڪيڙا مار دوا ۽ جلاب طور به استعمال ٿيندي آهي. ٻاهرين ملڪن ۾ پيٺل سوپاريءَ مان ڏندن کي صاف ڪرڻ جي دوا به تيار ڪئي ويندي آهي.

**سوجي**: چانورن جي ٿلهي پيٺل اٽي مان نڪتل ڇاڻ کي سوجي سڏجي ٿو. سوجيءَ مان ٺهيل سيرو يا حلوو بنهه عمدو ۽ ذائقيدار ٿئي ٿو. انهيءَ کان سواءِ بيڪرين ۾ ڪيڪ ۽ پيسٽريون پڻ سوجيءَ ۽ ميدي مان ٺهندا آهن ۽ ٻيون به ڪيتريون ئي غذائي شيون سوجيءَ مان ٺهن ٿيون، جيڪي شوق سان واپرايون وڃن ٿيون.

**سوجهرو (ديهه)**: هي تعلقي ٺل ضلعي جيڪب آباد جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ شربت خان ٻهوڙ نالي هڪ ڳوٺ شامل آهي.

**سوجهرو (رسالو)**: سنڌي ٻوليءَ جو هيءُ ادبي رسالو 1973ع جي آخر ڌاري جاري ٿيو. هن رسالي جي اجراء ۾ سنڌ جي نامور ليکڪائن جو وڏو هٿ هو. ان سلسلي ۾ ڪراچيءَ جي راڪ هائوس- گرو مندر ۾ دادا دولت مهتاڻي ۽ دادي ڪملا مهتاڻيءَ هڪ گڏجاڻي ڪوٺائي، جنهن ۾ فهميده ميمڻ (فهميده حسين)، شيرين فاروقي، زرين شورو، ارشاد قمر نرگس هود ڀائي، گلبانو سلطانه وغيره شرڪت ڪئي. ان گڏجاڻيءَ ۾ مشاورت بعد فيصلو ڪيو ويو ته ساڄهه وند ۽ وچولي طبقي جي عورتن جي حقن ۽ جاڳرتا لاءِ تنظيم جوڙي هڪ رسالو ڪڍجي. ان رسالي کي جاري ڪرائڻ لاءِ مرد ليکڪن مان تاج بلوچ ۽ مشتاق شوري کي پڻ ساٿ ۾ ڪنيو ويو. هن رسالي جي ڊڪليئريشن گل بانو سلطان جي نالي تي وٺي، 1972ع جي پڇاڙيءَ ۾ رسالو جاري ڪيو ويو جنهن جي ايڊيٽر طور نالو ته گل بانو سلطان جو هو پر ايڊيٽنگ جو ڪم گهڻو ڪري فهميده ميمڻ جي حوالي هوندو هو. رسالي جي ٻارن واري



صفحي جي انچارج نرگس هود ڀائي، فيشن واري حصي جي انچارج زرين شورو، سوالن جوابن جي ارشاد قمر، عورتن جي مسئلن جي شيرين فاروقي ۽ انٽرويوئن ۽ ڪالمن جي ذميواري فهميده ميمڻ کي سونپي وئي. رسالي جي سٿ پاران 'سوجهرو سنگت' نالي سان عورتن جي تنظيم پڻ قائم ڪئي وئي، جنهن ۾ فهميده ميمڻ ۽ سندس همعصر ليکڪائن ڀرپور حصو ورتو. عورتازاد جي حوالي سان عملي ڪوششون شروع ٿيون. رسالي ۾ مختلف شخصيتن جا انٽرويو ڪيا ويا ۽ ڪيترن ئي رخن کان سنڌي علم ادب ۾ عورتن جي ڀهري ونڻ واري نقطي کي فروغ ڏيڻ جي شعوري ڪوشش ڪئي وئي. انهن انٽرويوئن ۾ خاص طور سان ساران صديقي، زرينه بلوچ، مائي ڀاڳي، غلام رباني آگرو، غزالا رفيق ۽ ٻين شخصيتن جا انٽرويو شروعاتي، اهميت وارا ۽ ان دور جا عڪاس هئا، جيڪي هن وقت به هڪ تاريخي دستاويز جي حيثيت رکن ٿا. سوجهري رسالي ۾ ان وقت عورتن جي حقن جي اپٽار ڪئي ويندي هئي. جڏهن سنڌي سماج غلاميءَ جي زنگ سبب عورت جي معقول



حيثيت کان قاصر بڻيل هو. هن رسالي ۾ عورتن جي حوالي سان مواد کي اهميت ڏني ويندي هئي. اڳتي هلي هن رسالي ۾ مختلف تبديليون اينديون رهيون. هن رسالي جي معرفت عورتن جي تنظيم ۽ سوجهرو سنگت عورتن جي سجاڳي ۽ شعور بيدار ڪرڻ ۾ مکيه ۽ بنيادي ڪم ڪيو جنهن جي پليٽ فارم تان عورتن جي حقن لاءِ ڀرپور آواز اٿارڻ سميت نظرياتي محاذ جوڙي سنڌي عورتن کي جڻ ته زبان ڏني. هڪ سال تائين رسالي جي ادارت جا عملي فرض فهميده ميمڻ پاران سرانجام ڏيڻ بعد رسالي جي سب ايڊيٽر طور نامور شاعره سحر بلوچ (سحر امداد) فرض نڀايا. ان دوران پڻ رسالي ڪافي مڃتا ماڻي ۽ ڪيترائي سلسلا پابنديءَ سان شايع ٿيندا رهيا. رسالي ۾ عورتازاد کي هٿي وٺرائڻ سميت نئين ٽهيءَ لاءِ شعوري طور نيون راهون ڳولڻ، سماجي مسئلن جي اپٽار کان ويندي

نئين شعوري رَوَ طور جاڳرتا جا مقصد رکي رسالي ۾ مواد ڇاپيو ويو. ڪيترو عرصو هي رسالو شايع ٿيڻ بعد بند ٿي ويو.

ڪجھ عرصي بعد نالياري اديب تاج بلوچ جي ادارت هيٺ ٻيهر ’سوجھرو‘ جاري ڪيو ويو. تاج بلوچ هن رسالي کي نج ادبي رسالي طور متعارف ڪرايو ۽ ادبي تنقيد کي هٿي ڏيڻ لاءِ ڀرپور ڪوششون ورتيون. هن رسالي جو هن وقت پڻ ايڊيٽر تاج بلوچ ۽ اسسٽنٽ ايڊيٽر شير مهراڻوي آهي. هن رسالي جا هن وقت تائين 140 کان مٿي پرچا شايع ٿي چڪا آهن.

هن رسالي جي معرفت ڪيترائي اديب ۽ اديبائون متعارف ٿيون، جن ادبي دنيا ۾ چڱو نالو ڪمايو. هيءُ رسالو پابنديءَ سان هر مهيني شايع ٿيندو رهي ٿو.

**سوجھرو سنگت** (عورتن جي تنظيم): سنڌي عورتن جي تنظيم، جيڪا سترجي ڏهاڪي جي شروعات ۾ دادي ڪملا مهتاڻيءَ جي سرپرستيءَ ۾ ٺهي. سنڌي عورتن، خاص ڪري مڊل ڪلاس جي عورتن ۾ سماجي سطح تي سجاڳي آڻي، ڪين سماج ۾ فعال ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ اتساهڻ جو مقصد سامهون رکي هن سنگت جو بنياد رکيو ويو. ڪراچيءَ ۾ رهندڙ ڪيترين ئي عورتون ان جون ميمبر بڻيون، جن ۾ دادي ڪملا مهتاڻي، زرين شورو، شيرين فاروقي، زهرئ انصاري، زهرئ مرزا، ارشاد قمر، فهميده ميمڻ، نرگس هود ڀائي، گلبانو سلطان ۽ ٻيون عورتون شامل هيون. هيءَ تنظيم مهيني ٻئي مهيني گڏجاڻيون ڪندي هئي، جيڪي گهڻو ڪري دادي ڪملا جي گهر ’راڪ هائوس‘ ۾ ٿينديون هيون. انهن گڏجاڻين ۾ هينئين طبقي جي پورهيت عورتن جي مالي سهائتا سان گڏ سندن روزگار لاءِ رٿابندي ٿيندي هئي ۽ عملي طور پڻ ان ڏس ۾ پيش رفت ٿيندي هئي. ان ڪانسواءِ ڪراچيءَ ۾ رهندڙ ڪٽنبن جي نوجوان ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن جي سگهابنديءَ لاءِ پڻ ڪوششون ڪيون وينديون هيون. سوجھرو سنگت جي گڏجاڻين ۾ اڪثر موسيقيءَ جي محفل به ٿيندي هئي، جنهن ۾ دادي ڪملا مهتاڻي، شاهه ۽ ٻين صوفي شاعرن جو ڪلام ڳائيندي هئي. ان ڪانسواءِ هڪ ٻي فنڪاره گل بانو پڻ حصو وٺندي هئي، جيڪا بعد ۾ ريڊيو پاڪستان تي پڻ سنڌي ڪلام ڳائڻ لڳي.

سوجھرو سنگت‘ طرفان انهيءَ عرصي ۾ ئي ’سوجھرو‘ نالي رسالو پڻ جاري ڪيو ويو جنهن جو مالي طور ڪرتا ڌرتا دادا دولت مهتاڻي هو ۽ سندس گهرواري دادي ڪملا مهتاڻي ان جي سرپرستي ڪندي هئي. ان رسالي جو نعرو يا سلوگن هو ’هر گهر جو رسالو‘. ان ريت سنئي علمي، ادبي معيار سان گڏ عورتن جي دلچسپيءَ جا ڪيترائي موضوع هن ۾ شامل هوندا هئا، جن ۾ ويس وڳا، رڌپچاءُ وغيره شامل هئا. سوجھرو سنگت جي گڏجاڻين جي حال ۽ رپورٽ پڻ هن رسالي ۾ شايع ڪئي ويندي هئي. هيءَ تنظيم گذريل ڪجھه سالن کان غير فعال آهي.

**سوجھرو شام جو** (ڪتاب): هي ڪتاب هند ۾ سنڌ جي نامور شاعر ايم. ڪمل جي شاعريءَ (غزلن، قطعن، نغمن ۽ ڊائريءَ جي ورقن) تي مشتمل آهي. شاعر هي ڪتاب، پنهنجي عظيم دوست ۽ عظيم ڪهاڻيڪار موهن ڪلپنا کي ارپيو آهي.




پبلشر نوٽ ڪمل ڪتاب گهر جي پروپرائيٽر، ايم. ايم. بندراڻيءَ لکيو آهي. ايم ڪمل ’رچناڪار طرفان‘ ۾ لکيو آهي ته: ”شعر جي ڪٿ، قدر ۽ اثر پڙهندڙن جي ذاتي پسنديءَ ۽ ناپسنديءَ تي رهي ٿو. مون گهر جون دريون، در بند ڪري، ڪنهن محبوبا جو تصور ڪندي، سندس حسن، عشق، وصل، فراق، لوڏ ۽ توڏ تي شاعري نه ڪئي آهي، مان ته گهر ڇڏي اچي گهٽيءَ ۾ بيٺو آهيان ۽ ماحول، جيڪو منهنجيءَ دل دماغ تي اثر ڇڏيو آهي، ان جو شعري اظهار ڪيو اٿم.“

ڪرائون سائيز جي 96 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، ڪمل ڪتاب گهر، الهاس نگر، نومبر 1992ع ۾ ڇپايو آهي ۽ ان جي قيمت 30 روپيا آهي.

**سوچ جا پاڇا** (ڪتاب): هند سنڌ جي نامور شاعر ايم. ڪمل جي ڪوتائن جو ٻيو مجموعو آهي، جنهن ۾ سندس چوڻي: ”سوچ جا پاڇا آهن، پاڇن جون سوچون آهن، فڪرمند، پر حساس دل رکندڙ هر جيءَ، زندگيءَ جي ڪيترين سرحدن تي سجاڳ هئڻ ڪري زندگيءَ کي ماڻڻ کان وڌيڪ پوڳي ٿو....“




هي ڪتاب ايم. ايم. بندراڻيءَ، ڪمل ڪتاب گهر، الهاس نگر (هندستان) پاران فيبروري 1989ع ۾ شايع ڪيو آهي، ڪرائون سائيز جي 88 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 25 روپيا آهي.

**نوٽ**: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي هن ستين جلد ۾ اسين، سنڌي الف- ب جي 52 اکرن مان اٺاويهين (28) اکر ’س‘ تي پهتا آهيون. دنيا جي ٻين ٻولين وانگر سنڌي ٻوليءَ ۾ به ’س‘ اکر جو تمام گهڻو استعمال ٿئي ٿو ۽ هن اکر سان شروع ٿيندڙ لفظ ۽ اسم تمام گهڻا آهن. ان ڪري ائون جلد پڻ ساڳئي ’س‘ اکر جي رهيل لفظن سان شروع ٿيندو. ان ڪري اسان هن جلد کي جلد ستون (س-1) ڄاڻايو آهي، جڏهن ته جلد ائين ۾ ’س-2‘ وارا لفظ شامل هوندا. ان ڪانسواءِ انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو جلد نائون پڻ ’س‘ اکر تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ’سنڌ‘ جي ارضيات، اقتصاديات، تهذيب ۽ سماجيات تي مواد شامل آهي.

(ادارو)

# داخلائن جو وچور

# کتابيات (Bibliography)

## سنڌي ڪتاب


1. آڏواڻي، پيرومل مهرچند، 'سنڌ جي هندن جي تاريخ' (ڀاڱو پهريون ۽ ٻيو)، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 2006ع.
2. آڏواڻي، پيرومل مهرچند 'قديم سنڌ'، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 2007ع.
3. آڏواڻي، پيرومل مهرچند، 'وڏو سنڌي وياڪرڻ (صرف نحو)'، هندو پريس، ڪراچي ۽ حيدرآباد، 1966ع.
4. آڏواڻي، ڪلياڻ، 'سچل'، ساهتيه اڪيڊمي، نئين دهلي، 1954ع.
5. آڏواڻي، ڪلياڻ، 'سچل سرمست جو چونڊ ڪلام'، ساهتيه اڪيڊمي، نئين دهلي، 1989ع.
6. آشا ديال، ڊاڪٽر، 'سنڌ جا سنت'، شوڀا پبليڪيشن، وشنداس آسراڻي، الهاس نگر (انڊيا)، 1982ع.
7. آگرو، غلام رباني، 'ماڻهو شهر ڀنڀور جا'، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2012ع.
8. آگرو، غلام رباني، 'هنگلاج ۾ چانهه'، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 2012ع.
9. ابڙو، بدر، 'سنڌ جي جهنگلي جيوت'، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2009ع
10. ابڙو، بدر، 'سنڌوءَ جو سفر'، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 1989ع.
11. ابڙو، بدر، 'علامه علي خان ابڙو علمي خدمتون'، سنڌيڪا اڪيڊمي، 2010ع.
12. ابڙو، بدر، 'ڪوهستان جو سفر'، ثقافت ۽ سياحت کاتو حڪومت سنڌ، 2009ع.
13. ابڙو، بدر، 'منڇرگورک گاج دنيا'، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2011ع.
14. ابڙو، بدر، 'هنگلاج ۽ لاهوت'، سنگم پبليڪيشن، ڪراچي، 2008ع.
15. احسان دانش، 'لاڙڪاڻو-تاريخي ۽ تحقيقي مطالعو'، ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي، لاڙڪاڻو 2005ع.
16. اديب انقلابي، 'سنڌ جا عظيم ويچ'، سنڌي تحقيقي بورڊ، حيدرآباد، 1993ع.
17. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر 'سنڌي ٻوليءَ جو تشريحي گرامر'، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2010ع.
18. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر 'سنڌي صوتيات'، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2009ع.
19. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر 'لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ'، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1977ع.
20. الطاف اثيم، 'آشڪار 8'، سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور، 2008ع.
21. انڍڙ عبدالوحيد، ڊاڪٽر 'سکر ڊسٽي'، سکر هسٽاريڪل سوسائٽي، مئي 2011ع.
22. انڍڙ عبدالوحيد، ڊاڪٽر 'ملفوظات مالڪان المعروف گنجينه عرفان جو سنڌي ترجمو'، حافظ الملت اڪيڊمي، خانقاهه عاليه پرچونڊي، 2008ع.
23. انصاري، اشتياق، 'جتي ماڻڪ ماڳ'، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2009ع.
24. انصاري، اشتياق، 'خيما ڪاهوڙين'، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 1998ع.
25. انصاري، اشتياق، 'ڌرتي ماتا'، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2001ع.
26. انصاري، اشتياق، 'سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا'، ڀاڱو I، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2003ع.
27. انصاري، اشتياق، 'سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا'، ڀاڱو II، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2011ع.
28. اي. ايچ. ائيٽڪن/ حسين بادشاهه، 'سنڌ گزيٽيئر'، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2006ع.
29. ايچ. ٽي. سورلي/ عطا محمد ڀنڀرو 'ڀٽ جو شاهه'، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 2005ع.
30. ايڊورڊ گبن/عنايت بلوچ (سنڌيڪار)، 'روم جي شهنشاهت جو زوال ۽ خاتمو'، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 2010ع.

31. اين. جي. مجمدار/ عطا محمد ڀنڀرو، ’سنڌ ۾ قديم ڪنڊرن جي کوٽائي‘، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو حيدرآباد، 1997ع.

32. بخاري، حاڪم علي شاھ/ محمد عثمان ميمڻ، ’بلوچستان جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري‘، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2012ع.

33. بخاري، حاڪم علي شاھ/ محمد عثمان ميمڻ، ’ڏکڻ ايشيا جي ٻولين ۽ لپين جي ڊائريڪٽري‘، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2010ع.

34. بخاري، حاڪم علي شاھ/ محمد عثمان ميمڻ، ’ڏيهي پرڏيهي ساز‘، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو 2011ع.

35. بخاري، حاڪم علي شاھ/ محمد عثمان ميمڻ، ’سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري- I‘، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2008ع.

36. بخاري، حاڪم علي شاھ/ محمد عثمان ميمڻ، ’سنڌ جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري- II‘ (قلمي)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد.

37. بخاري، حاڪم علي شاھ/ محمد عثمان ميمڻ، ’سنگيت سنسار‘ (فرهنگ موسيقي)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2008ع.

38. بخاري، سيد گل محمد شاھ، ’شهدادڪوٽ جا قلمڪار ۽ شاعر‘، شهدادڪوٽ علمي ادبي تنظيم، 2000ع.

39. بدوي، بيدل مسرور، ’رانول رمزن وارو‘، بيدل يادگار ڪاميٽي روهڙي، 2011ع.

40. بدوي، لطف الله، ’ڪنڊڙيءَ وارن جو ڪلام‘، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 2006ع.

41. بروهي، داد محمد خادم، ڊاڪٽر، ”بلوچستان ۾ سنڌي ٻولي ۽ ادب جو اڀياس“، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2012ع.

42. بروهي، داد محمد خادم، ڊاڪٽر، ’منڙا مارو‘، ڪيرٿر پبليڪيشن، جيڪب آباد، 2002ع.

43. بکري، مير معصوم/ مخدوم امير احمد، ’تاريخ معصومي‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 2006ع.

44. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’اردو سنڌي لغت‘ (ڇاپو ٻيو)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو 1989ع.

45. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’اردو سنڌي لغات‘ (ڇاپو ٽيون)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شورو 1985ع.

46. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’ٻيلاين جا ٻول‘، سنڌي ساهت گهر حيدرآباد، 2008ع.

47. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر ”تڪملة التڪملة“، (فارسي)، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشورو 2007ع.

48. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’پروليون ڏٺون، معمائون ۽ ٻول‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 2007ع.

49. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’جامع سنڌي لغات‘ (ٽيئي ڀاڱا)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2005ع.

50. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’ڏور‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 2005ع.

51. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’رهاڻ هيرن ڪاڻ‘ (ٻہ ڀاڱا، ڏھ جلد)، ثقافت کاتو حڪومت سنڌ، 2012ع.

52. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’سڀ رنگ‘، ثقافت کاتو سنڌ حڪومت، ڪراچي، جون، 2012ع.

53. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’سڄڻ سارينديٰ خط، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو 2005ع.

54. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’سنڌ جا قديم آثار ۽ تاريخ‘، (مرتب: مانجهي، محمد علي)، ثقافت کاتو سنڌ، 2012ع.

55. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’سنڌ جي مڇي‘ (ڪاري جي مڇيءَ جو مطالعو)، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد، 1995ع.

56. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’سنڌ جي مڇي‘ (مٺي جي مڇيءَ جو مطالعو)، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد، 1995ع.

57. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’سنڌي اردو لغت‘ (ڇاپو ٽيون)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شورو 1985ع.

58. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’سنڌي ٻوليءَ جو آڳاٽو منظوم ذخيرو‘، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 1993ع.

59. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’سنڌي سينگار شاعري‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 1986ع.

60. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’سنڌي موسيقيءَ جي مختصر تاريخ‘، شاھ عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڀٽ شاھ، حيدرآباد، 2003ع.

61. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’سنڌي هنر شاعري‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 1991ع.

62. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’سومرن جو دؤر‘ (ٻہ ڀاڱا)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2006ع.

63. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’شاھ جو رسالو- شاھ جو ڪلام‘ (جلد پهريون)، شاھ عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي، ڀٽ شاھ، 1989ع.

64. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’شاھ جو رسالو- شاھ جو ڪلام‘ (جلد ٻيو)، شاھ عبد اللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي، ڀٽ شاھ، 1992ع.

65. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’شاھ جو رسالو- شاھ جو ڪلام‘ (جلد ٽيون)، شاھ عبد اللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي، ڀٽ شاھ، 1994ع.

66. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’شاھ جو رسالو- شاھ جو ڪلام‘ (جلد چوٿون ۽ پنجون)، تحقيقي رٿا ۽ اشاعت، حيدرآباد، 1997ع.

67. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’شاھ جو رسالو شاھ جو ڪلام‘ (جلد ڇهون)، آءِ آءِ قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت، حيدرآباد، 1995ع.

68. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، 'شاهه جو رسالو- شاهه جو ڪلام' (جلد ستون)، آءِ آءِ قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت، حيدرآباد، 1998ع.

69. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، 'شاهه جو رسالو- شاهه جو ڪلام' (جلد اٺون ۽ نائون)، آءِ آءِ قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت، حيدرآباد، 1999ع.

70. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، 'شاهه جو رسالو شاهه جو ڪلام' (جلد ڏهون)، آءِ آءِ قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت، حيدرآباد، 1997ع.

71. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، 'شاهه شريف ڀاڏائيءَ جو رسالو'، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1972ع.

72. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، 'شاهه لطف الله قادريءَ جو ڪلام' (ڇاپو ٻيو)، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو 2004ع.

73. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، 'قاضي قادن جو رسالو'، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1999ع.

74. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، 'ڪافيون' (ٽي جُلد)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1985ع.

75. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، 'لطيف سالگره مخزن'، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز حيدرآباد/ڀٽ شاهه، 1975ع.

76. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، 'لوڪ گيت'، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2006ع.

77. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر مرتب 'چچ نامو'، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2007ع.

78. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر/مير علي شير قانع ٺٽوي، 'تحفة الڪرام'، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2004ع.

79. ٻُلو مومن، 'چارلس نيپيئر کان محمد ميان سومري تائين'، پاڪستان هيريٽيج پرزرويشن اينڊ پروموشن سوسائٽي (PHPPS)، حيدرآباد، 2003ع.

80. ٻرڙو، خير محمد سيوهاڻي، 'ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا' (ٻيو ڇاپو)، مراد پبليڪيشنز سيوهڻ، 2012ع.

81. ٻرڙو، خير محمد سيوهاڻي، 'سيوهڻ صدين کان'، مراد پبليڪيشن سيوهڻ شريف، 2009ع.

82. ٻرڙو، رياضت، 'قنبر: هڪ اڀياس'، ڊاڪٽر محبت اڪيڊمي قنبر، 2006ع.

83. ٻرڙو، ڪوثر، 'فن ۽ فنڪار'، (ٻہ ڀاڱا)، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2007ع.

84. ٻرڙو، محبت، ڊاڪٽر/سبط حسن، 'موسىٰ کان مارڪس تائين' (ترجمو)، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2012ع.

85. ٻگهيو، محمد قاسم، ڊاڪٽر، 'شخص ۽ عڪس'، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2012ع

86. ڀارتي، نارائڻ، ڊاڪٽر، 'سنڌي لوڪ ساهت'، سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن، 1988ع.

87. ڀاڳت، اياز، 'سنڌ ۾ رهندڙ ذاتيون، قومون ۽ قبيلا'، مهراڻ پبليشرز، ڪراچي، 2010ع.

88. ڀٽو، نور محمد، 'حيدرآباد جي مختصر تاريخ'، سچ پبليڪيشن، حيدرآباد، 2010ع.

89. ڀٽو، نور محمد، 'سنڌ جا تعليمي ماهر'، (سڀ ڀاڱا)، سچ پبليڪيشن، حيدرآباد، 2010ع.

90. ڀٽو، نور محمد، 'سياسي، سماجي ۽ ادبي شخصيات'، (ٻہ ڀاڱا)، سچ پبليڪيشن، حيدرآباد، 2007ع.

91. ڀٽو، نور محمد، 'وساريان نہ وسرن'، سچ پبليڪيشن، حيدرآباد، 2005ع.

92. ڀٽي، الاهي بخش.ايم/جسڪاڻي محمد مٺل، 'جديد زرعي رهنما'، زراعت کاتو، حڪومت سنڌ، 1996ع.

93. ڀٽي، رشيد، 'سچل جو مڪتب'، سچل چيئر، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپورميرس، 1993ع.

94. ڀٽي، عبدالستار، 'لاڙڪاڻو- امر شخصيتون'، لاڙڪاڻو ريسرچ اڪيڊمي، لاڙڪاڻو 1998ع.

95. ڀٽي، محمد عثمان، 'ملهہ ۽ ملاکڙا'، نيشنل بڪ فائونڊيشن اسلام آباد، نومبر 1985ع.

96. ڀمڀاڻي، ارجن، 'سنڌي، فلمي دنيا ۾'، نيشنل ڪائونسل سنڌي لئنگويج، وڊودرا (بڙودا)، 2005ع.

97. ڀنڀرو، عطا محمد، 'ٺٽي جا ڪاتب' (ترجمو)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2004ع.

98. ڀنڀرو، عطا محمد، 'سنڌو لکت ۽ ٻولي'، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، 1994ع.

99. تاج صحرائي، 'پٿي لوڪ' (رگويد جي دؤر جا سنڌي وڻجارا ناکٽا)، سنڌ ايجوڪيشن ٽرسٽ حيدرآباد، 1996ع.

100. تاج صحرائي، 'سنڌو تهذيب' ڪيرٿر پبلشرز، دادو، 1989ع.

101. تميمي، رسول بخش، 'ٺٽو صدين کان'، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2003ع.

102. ٽالپور، شير محمد، 'تن لڌي لال' (نقشبندي بزرگن جي سوانح حيات)، لنواري شريف ادبي بورڊ ڪميٽي، مارچ 1999ع.

103. ٽالپور، محمد جمن، ڊاڪٽر، 'سنڌ جا اسلامي درسگاهہ'، صوبائي هجره ڪميٽي، سنڌ ثقافت کاتو، سنڌ حڪومت، 1982ع.

104. ٺٽوي، حاجي محمد حسين، مترجم: عبدالرسول قادري ڊاڪٽر، 'تذڪرت المراد'، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 2006ع.

105. ٺٽوي، ضياءالدين مخدوم، ’مخدوم ضياءالدين جي سنڌي‘، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد، 1992ع.

106. ٺٽوي، مير علي شير قانع، ’معيار سالڪان طريقت‘، مرڪز تحقيقات فارسي ايران و پاڪستان، اسلام آباد، 2001ع.

107. ٺٽوي، مير علي شير قانع، ’مقالات شعراءَ‘، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي، 1957ع.

108. پتافي، شازيہ، ’سنڌي ٻوليءَ ۾ گرامر نويسيءَ جي ارتقا‘، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد، 2009ع.

109. پتافي، ڪريم داد، ڊاڪٽر، ’حياتيات‘، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو حيدرآباد، سنڌ، 1993ع.

110. پناڻ، آغا نور محمد، ’سنڌ سجاڻ سگهڙ ڊائريڪٽري‘، سنڌ سجاڻ سگهڙ لوڪ ادب تنظيم، 2005ع.

111. پناڻ، ڊاڪٽر ممتاز، ’سنڌ-عرب دؤر‘ (جلد ٽيون)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، جولاءِ 2009ع.

112. پناڻ، غلام حسين، ’تحقيق جو فن‘، پاڪستان اسٽڊي سينٽر، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشورو، 1983ع.

113. پناڻ، ممتاز، حسين، ڊاڪٽر، ’تاريخ سنڌ عرب دؤر‘ (جلد ٽيون)، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو 2009ع.

114. پليجو عبدالحئي، ’عالمي عجائبات‘، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2004ع.

115. پنهور، ايم. ايچ، ’پيرائتي سنڌ ڪٿا‘، (سنڌيڪار: عمر سومرو)، عمر سومرو اڪيڊمي، ڪراچي، 2011ع.

116. پنهور، ايم. ايچ، ’سومرا راڄ گهراڻو‘، (سنڌيڪار: عمر سومرو)، ثقافت کاتو حڪومت سنڌ، 2010ع.

117. جروار، محمد خان، ’زرعي سائنس‘، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد، 2011ع.

118. جوشي شيام داس، پروفيسر، ’منهنجي ڪهاڻي منهنجي زباني‘، شيام سندر رليجس بڪ ٽرسٽ، مني، 2010ع.

119. جوڻيجو تنوير، ’سماجيات جا اصول‘، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو، 1981ع.

120. جوڻيجو عبدالجبار، ڊاڪٽر، ’زنبيل‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2012ع

121. جوڻيجو عبدالجبار، ڊاڪٽر، ’سرائيڪي شاعري‘ (هڪ مطالعو)، لاڙ ادبي سوسائٽي بدين، 1999ع.

122. جوڻيجو عبدالجبار، ڊاڪٽر، ’سنڌي ادب جي تاريخ‘، جلد ٽيون، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2006ع.

123. جوڻيجو عبدالجبار، ڊاڪٽر، ’ڪنمال‘، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو، 2002ع.

124. جويو، تاج، ’دُنيا جون عظيم انقلابي عورتون‘، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 1989ع.

125. جويو، محمد ابراهيم، ’وحشي جيوت جا نشان‘، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1994ع.

126. جي. آر. هنٽر/ پنهور عطا محمد، ’سنڌو لکت جو بين الاقوامي لکتن سان لاڳاپو‘، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، 1995ع.

127. جيٺ سنگهه ستيل، ڊاڪٽر/ستار پيرزادو، ’سرمد شهيد‘، سنڌ ادبي اڪيڊمي، ڪراچي، 2002ع.

128. جي.ڊبليو سمٿ، ’سنڌ گزيٽيئر-ڪراچي ضلعو‘ (انگريزي)، ڪراچي، 1919ع.

129. ڄامڙو ڪمال، ’سنڌوءَ جا گيت‘، ثقافت ۽ سياحت کاتو حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2008ع.

130. ڄامڙو ڪمال، ’سنڌي ثقافت جا امر آواز‘، ثقافت ۽ سياحت کاتو حڪومتِ سنڌ، ڪراچي، 2003ع.

131. چانڊيو حڪيم عبدالحميد، خليفو ’نواب سر غيبي خان چانڊيو‘، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2006ع.

132. چانڊيو خادم حسين، ’سنڌ سڄي سرهاڻ‘، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2011ع.

133. چانڊيو خادم حسين، ’مارو جي مليرجا‘، گنج بخش ڪتاب گهر حيدرآباد، 2004ع.

134. چانڊيو خادم حسين، ’نوابشاهه کان شهيد بينظير آباد تائين‘، سؤ ساله جشن، ضلعو شهيد بينظيرآباد، 2012ع.

135. چنا، غلام علي/برٽرنڊ رسل، ’سرهائيءَ جي سوڀ‘، ڪنول پبليڪيشن، قنبر 2005ع.

136. چنا، محبوب علي سيوهاڻي، پروفيسر ’مخدوم نوح سرور ؒ جا سهيوڳي‘، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1991ع.

137. حامي، عطا محمد، ڊاڪٽر ’خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو‘، ثقافت کاتو سنڌ، 2009ع.

138. حسين بادشاهه، ’حيدرآباد جي تاريخ‘، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2003ع.

139. حڪيم محمد جعفر/ حڪيم نياز همايوني، ’فرهنگ جعفري‘، (جلد پهريون)، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ڇاپو پهريون، 1960ع.

140. حڪيم محمد جعفر، مترجم: حڪيم نياز همايوني، ’فرهنگ جعفري‘، (جلد ٻيو)، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ڇاپو پهريون، 1960ع.

141. حڪيم محمد جعفر، مترجم: حڪيم نياز همايوني، ’فرهنگ جعفري‘، (جلد ٽيون)، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ڇاپو پهريون، 1961ع.

142. خداداد خان، خانبهادر، ’لب تاريخ سنڌ‘، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، حيدرآباد، 1994ع.

143. خواجه، نور افروز، ڊاڪٽر، ’پائي پٽ ڪٽا‘، گنج بخش ڪتاب گهر، حيدرآباد، 2005ع.

144. خواجه، نور افروز، ڊاڪٽر، ’مشڪ ڪٿوريءَ مَڻ‘، گنج بخش ڪتاب گهر، حيدرآباد، 2010ع.

145. خواجه، نور افروز، ڊاڪٽر، ’ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ناول جي اوسر‘، شيخ شوڪت علي اينڊ سنز، ڪراچي، 2010ع.

146. دادا سنڌي، ’سنڌ گهمنڊڙ سيلاني‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2009ع.

147. داني، احمد حسن، ڊاڪٽر، مترجم: عطا محمد ڀنڀرو، ’ٺٽي جا قديم اسلامي يادگار‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2004ع.

148. دائود پوٽو، راشد، ’فلسفي جو تعارف ۽ اهميت‘، سينٽر فار پيس اينڊ سول سوسائٽي، حيدرآباد، 2009ع.

149. دين محمد وفائي، ’تذڪره مشاهير سنڌ‘، (ٽئي ڀاڱا)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2004ع.

150. ڏاريجو علي مرتضیٰ، ’اسان جون اکيون‘، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد، 1992ع.

151. ڏاريجو علي مرتضیٰ، ڊاڪٽر/ڊيوڊ ورنر، ’جت ويج نه طبيب‘ (ترجمو)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ، 2012ع.

152. ڏامراهو بدر، ’لطيفي انسائيڪلوپيڊيا‘، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2007ع.

153. ڏاهر، شاهنواز، ’قديم سنڌ‘، سنڌيانا پبلشرز، حيدرآباد، 2005ع.

154. ڏوڏيجا، لوڪرام، ’منهنجو وطن منهنجا ماڻهو‘، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، 2007ع.

155. رانوڙ، رائچند هريجن، ’تاريخ ريگستان‘، (ڀاڱو پهريون ۽ ٻيو)، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2005ع.

156. راشدي، پير حسام الدين، ’تذڪره امير خاني‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2005ع.

157. راشدي، پير حسام الدين، ’ڳالهيون ڳوٺ وٽن جون‘، نيو فليڊس پبليڪيشن، حيدرآباد، 2006ع.

158. راشدي، پير حسام الدين، ’مڪلي نامو‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1994ع.

159. راشدي، پير حسام الدين، ’مير محمد معصوم بکري‘، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سنڌ، 1979ع.

160. راشدي، پيرعلي محمد، ’اهي ڏينهن اهي شينهن‘، (ٽي جلد) سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1993ع.

161. رانجهاڻي، عزيز، ’سنڌ جون ڍنڍون‘، ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد، 2011ع.

162. رٽ فاءِ، ڊاڪٽر، مترجم: مراد علي مرزا، ’منهنجي حياتي، منهنجو نياپو‘، فينڪس بوڪس، ڪراچي، 2007ع.

163. رچرڊ، برٽن، مترجم: صديقي محمد حنيف، ’سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2010ع.

164. رڪٽائي، الهنواز، ’دادو سنڌ جي دل‘، شمس پبليڪيشنز دادو، 2004ع.

165. رڪٽائي، الهنواز، ’سنڌي ٻوليءَ جو درياهي لهجو‘، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2007ع.

166. زرداري، محمد لائق، پروفيسر، ’تاريخ ضلع نوابشاهه‘، هسٽاريڪل اينڊ ڪلچرل سوسائٽي، مورو، 2001ع.

167. سبزوئي، حميد، ’فاني جڳ لافاني ماڻهو‘، ڪويتا اڪيڊمي، ڪراچي، 2011ع.

168. سخيراڻي، عادل، ’سنڌ جون راڻديون‘، سيف الملوڪ لائبريري، دادو، 2010ع.

169. سدارنگاڻي، پمو ’رانديون‘، ٻارڙن جي ٻاري، 1946ع.

170. سميجو عبدالڪريم آزاد، مولانا، ’قصص الانبياءَ‘، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2004ع.

171. سنائي، ناز ’ڏکيون جان نه مڙن‘، (انٽرويو)، سنڌي ساهت گهر حيدرآباد، 1996ع.

172. سنديلو عبدالڪريم، ڊاڪٽر ’لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو‘، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 1986ع.

173. ’سنڌ جا خشڪ علائقا‘، آئي.يو.سي.اين (IUCN)، ڪراچي، 2004ع.

174. ’سنڌ جو چوپايو مال ۽ چراگاهه‘، آئي.يو.سي.اين (IUCN)، ڪراچي، 2004ع.

175. ’سنڌ جي تاريخ‘، محمد شجاع احمد سانوڻائيءَ جو قلمي نسخو (محمد عثمان ميمڻ لائبريري، دادو).

176. ’سنڌ جي نباتات‘، آئي.يو.سي.اين (IUCN)، ڪراچي، 2004ع.

177. سولنگي، غلام مصطفیٰ، ’سنڌيءَ ۾ ٻاراڻي شاعريءَ جي اينٿالاجي‘، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2006ع.

178. سولنگي، محمد عرس، ’اظهر‘، ’دادو تعلقي جو ماضي ۽ حال‘، سرجڻهار پبليڪيشن، دادو، 2006ع.

